# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد پهريون

(الف - ب)




چيف ايڊيٽر ۽ نگران اعليٰ

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ





# سوره سنڌي ادب




صاحب خان ·سوره· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

## جلد پهريون

(الف ـ ٻ)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

2009ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 136
سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا (جلد پهريون) |
| ڇاپو پهريون: | آگسٽ 2009ع |
| ڇپيندڙ: | پروفيشنل پرنٽرز حيدرآباد، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ |
| تعداد: | 2000 |
| مُلهه: | -/750 روپيا |

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد پهريون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري
تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**Catalogue Reference**
Encyclopaedia Sindhiana: Vol:I
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan
ISBN 696-8194-10-X

**Encyclopaedia Sindhiana: Volume: I**



| | |
|---|---|
| First Edition: | August, 2009 |
| Quantity: | 2000 |
| Price: | Rs. 750/- |
| Printed by: | Professional Printers, Hyderabad, Sindh |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority, |
| | National Highway, Hyderabad, Sindh |
| | Phone: 92-22-9240050/53 Fax: 92-22-9240051 |
| Website: | www.sindhila.org E-mail: sindhila@yahoo.com /sindhianacell@gmail.com |

## ريسرچ فيلو، ريسرچر ۽ ڪارڪن

ستار بلوچ - خان محمد جروار
شوڪت چاچڙ - صفدر حسين ميرزا
مارئي 'پريت' عباسي - رياض خاصخيلي
نعيم قادري - احسان علي لغاري
زاهد اوٺو خدا بخش چانهيو
گلشن لغاري - عنبرين خاصخيلي
علي نواز آريسر - مولابخش قمبراڻي
عامر پٺاڻ - مهوش ميمڻ
شاهنواز نهڙيو - مانجهي هنگورجو
قربان علي شيخ - اختيار پٺاڻ
نوشابه بلوچ - سنڌو سولنگي
غلام عباس ساجد سومرو شيرين زنئور

## ڪمپيوٽر آپريٽر

اسدالله ڀٽو
ظفر جميل ملڪاڻي
حسين احمد ميمڻ
محمد بخش ڀنگر

## فوٽوگرافي

ڪاشف قاضي
ممتاز علي موجائي
شوڪت شاهاڻي

## ڪمپيوٽر پروگرامر

انيس ڪاڪا

## گرافڪس

اسدالله ڀٽو
تولارام سوٿهڙ
محمد بخش ڀنگر
محمد رمضان ٽرڪ
نظير احمد چانڊيو

# ضلعي وار محقق ۽ فيلڊ ڪارڪن

## ڪراچي

1. ملاحت ڪليم شيرواني (ڪراچي يونيورسٽي)
2. مظفر ميمڻ
3. پروفيسر عبدالرحيم راولاڻي

## حيدرآباد

1. پروفيسر ڊاڪٽر غلام حسين پلاڻ (حيدرآباد)
2. محمد حسين ڪاشف (چمبڙ)
3. سهيل سانگي (حيدرآباد)
4. ذوالفقار علي قريشي (حيدرآباد)
5. آسي زميني (ٽنڊو قيصر)
6. مراد علي شاهه ٻڪيرائي (ٻڪيرا شريف)
7. محمد يامين شورو (سن وڏي)
8. زيب نظاماڻي (حيدرآباد)

## بينظير آباد (نواب شاهه)

1. ڊاڪٽر عبدالرسول قادري (دڙي مگسي)
2. محمد صديق منگيو (سڪرنڊ)
3. ڊاڪٽر غلام محمد ڏاهري (سڪرنڊ)

## جيڪب آباد

1. ڊاڪٽر داد محمد 'خادم' بروهي
2. ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو
3. آغا محمد اسماعيل پلاڻ

## سانگهڙ

1. عبدالله خان ورياهه مرحوم (ٽنڊو آدم)
2. ڊاڪٽر عزيز انصاري (ٽنڊو آدم)
3. محمد خان پرڙو (ٽنڊو آدم)

## ٺٽو

1. ڊاڪٽر محمد علي مانجهي (ٺٽو)
2. ڊاڪٽر اشرف سمون (راڄو نظاماڻي)
3. عبدالله گنڊرو مرحوم (سونڊا)
4. رسول بخش درس (جهمپير)
5. نبي بخش پريمي (جهرڪ)
6. حافظ حبيب سنڌي (چوهڙ جمالي)
7. مظفر بخاري (ٺٽو)

## نوشهروفيروز

1. راشد موراڻي (مورو)
2. حافظ محمد بخش خاصخيلي (نوان جتوئي)
3. عبدالله خان جيسر (لليا پتي)
4. شمشاد احمد سومرو (مورو)
5. محمد پناهه قرڙو (خانواهڻ)
6. ادريس جتوئي (نوان جتوئي)
7. مخدوم غوث محمد گوهر (ڪوٽڙي ڪبير)
8. اصغر پٽي (نوشهروفيروز)
9. الهڏنو 'محبتي' ملاح (مورو)
10. آصف ملياڻوي (ملياڻي)
11. گدا حسين خاصخيلي (نوان جتوئي)

## لاڙڪاڻو

1. ڊاڪٽر درمحمد پلاڻ (آريجا)
2. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي
3. ڊاڪٽر شاهنواز سوڙهو مرحوم
4. سرڪش سنڌي
5. سرمد چانڊيو (قمبر علي خان)

4. عاجز منگي (سانگهڙ)
5. استاد نظامائي (سانگهڙ)
6. محمد حسين وسارو (سانگهڙ)
7. الهورايو اداسي ڀهڻ (جهول)

## ٿرپارڪر

1. شيامداس 'جوشي' (مٺي)
2. سرگواسي سنهو همبرائي (گوڙهيار)
3. سرگواسي من موهن گياني (اسلام ڪوٽ)
4. حاجي محمد دل (مٺي)
5. پارومل امرائي سوٿهڙ (ڇيلهار)
6. دليپ ڪوٺاري (مٺي)
7. دولترام ڪتري (مٺي)
8. آزاد سميجو (ڇاڇرو)
9. حاجي محمد ڪنڀر (اسلام ڪوٽ)

## دادو

1. سيد حاڪم علي شاهه بخاري (دادو)
2. محمد عثمان ميمڻ (دادو)
3. الهنواز رڪٽائي مرحوم (دادو)
4. آزاد انور ڪانڊڙو (سيهڻ)
5. عزيز رانجهاڻي (جوهي)

## گهوٽڪي

1. سيد اختر شاهه بخاري

## خيرپور

1. ڊاڪٽر تنوير عباسي (خيرپورميرس)
2. خادم عباسي (اگڙا)
3. شوڪت ٺوناري (خيرپورميرس)

## ڄامشورو

1. پروفيسر ڊاڪٽر نور افروز خواجه
2. پروفيسر ڊاڪٽر رفيعه احمد شيخ (دادو)

## ميرپورخاص

1. فقير بشير احمد لغاري (ڏگهڙي)
2. ملڪ محسن خاصخيلي (ميرپورخاص)
3. علي حسن چانڊيو (ميرپورخاص)
4. گلشن لغاري (ميرپورخاص)

## عمرڪوٽ

1. ڊاڪٽر اسد جمال پلي (ڳوٺ صاحب ڏنو محمد پلي)
2. پريتم پياسي (صوفي آباد)

## سکر

1. ممتاز بخاري (سکر)
2. پروفيسر مسز شاهجهان قريشي (سکر)

## شڪارپور

1. نقش ناياب منگي
2. 'آدرش'

## تصويرون مهيا ڪندڙ

| | |
|---|---|
| در محمد ڪمال | محمد قاسم ماڪا |
| نصير مرزا | نفيس احمد ناشاد |
| بدر ابڙو | اشتياق انصاري |
| سهيل سانگي | حسين چانڊيو |
| ذوالفقار علي قريشي | مراد علي شاهه بکيراڻي |
| محمد عثمان ميمڻ | تاج جويو |

## تصويرن، ڪتابن ۽ ٻئي مواد لاءِ ماخذ ادارا ۽ لائبريريون

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو انفرميشن، رسورس ۽ ڊيٽابيس سينٽر
شمس العلماءِ علام ڊاڪٽر دائود پوٽو لائبريري، حيدرآباد
سنڌ ميوزيم ، حيدرآباد
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو
علام آءِ.آءِ. قاضي لائبريري، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو
قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو
الڪبير اڪيڊمي، ڪوٽڙي ڪبير، ضلعو نوشهروفيروز

## ذاتي لائبريريون

پروفيسر ڊاڪٽر علام علي الانا جي لائبريري
شيخ محمد اسماعيل جي لائبريري
پروفيسر ڊاڪٽر الهرکئي ٻٽ جي لائبريري
بشير احمد هيسباڻي (نوابشاهه) جي لائبريري
خاڪي جويي جي لائبريري
تاج جويي جي لائبريري

## مالي مددگار

ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ
پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ کاتو، حڪومت سنڌ
**عبدالحميد آخوند** (اڳوڻو سيڪريٽري، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ)
**صدرالدين هاشواڻي** (اسلام آباد)
**سيد جلال محمود شاهه** (اڳوڻو ڊپٽي اسپيڪر، سنڌ اسيمبلي)
**ڊاڪٽر عبدالرحمان ميمڻ** (اڳوڻو وائيس چانسلر، مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي، ڄام شورو)
**ڊاڪٽر نذير احمد مغل** (اڳوڻو وائيس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو)
**ڊاڪٽر سيد اي.او شاهه** (اڳوڻو ڊائريڪٽر، ڪليڪٽرنٽ لميٽيڊ، ڄام شورو)
**نور احمد شيخ** (اڳوڻو چيئرمين، چيمبر آف ڪامرس، لاڙڪاڻو)
**عبدالحئي پليجو** (زميندار، ڀنڀن، ضلعو ٺٽو)
**پروفيسر عبدالسلام خواجه** (مبارڪ ڪالوني، حيدرآباد)
**ڊاڪٽر گلشن عبدالسلام خواجه** (مبارڪ ڪالوني، حيدرآباد)
**محمد عثمان منگي** (سرپرست اعليٰ، سنڌ مالڪ موتي تنظيم)


### اشاعتي نگران

**امين لغاري**

ڊائريڪٽر، پبليڪيشن ۽ پرابڪشن بيورو
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ.

اُنهن بزرگن ۽ ڏاهن

جي نالي،

جن سنڌي لٽنگئيج اڪارڊمي، جو

خواب ڏٺو،

۽ اڄ

اُهو

ساڀيان روپ

وٺي چڪو آهي.

# ناشر پاران

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي- هڪ اهڙو ادارو جنهن جو خواب اسان جي ڏاهن بزرگن ڏٺو ۽ اُن جي خاڪي ۾ بنيادي مقصد ڪان سواءِ اُن جي مول متن جو ڊرافٽ ٺاهي، وقت جي حڪومت کي پيش ڪيو ان عمل ۾ سنڌي ٻوليءَ جا جيڪي سڄڻ شامل هئا، تن ۾ نمايان هئا: سائين **محمد ابراهيم جويو**، سائين **حسام الدين راشدي**، سائين **غلام مصطفيٰ شاهه** ۽ سائين **سراج الحق ميمڻ**. پوءِ اهو ڊرافٽ سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ دانشورن هڪ ٺهراءَ جي صورت ۾ منظور ڪيو جنهن کي سائين غلام مصطفيٰ شاهه 14 سيپٽمبر 1981ع تي ٽنڊوڄام ۾ گورنر مير رسول بخش خان ٽالپر کي پيش ڪيو.

1972ع وارو سنڌ ائڪٽ، سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ترقيءَ ۽ استعمال بابت هو جنهن کان پوءِ سنڌ (ترميمي) ايڪٽ 1990 (سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ترقي ۽ استعمال) جي صورت ۾ منظور ٿيو جن موجب قومي ٻوليءَ جي حيثيت کي قائم رکندي، سنڌ ۾ لازمي طور سنڌي ٻوليءَ جو استعمال، سرڪاري ٻوليءَ طور قبول ڪيو ويو. انهيءَ ائڪٽ تحت سنڌ حڪومت صوبي ۾ ڪو بورڊ، اڪيڊمي يا اٿارٽي قائم ڪري ٻوليءَ کي فائدو ڏئي ٿي سگهي. ڪجهه سالن کان پوءِ جڏهن ادارو قائم ڪرڻ جو وقت آيو ته سنڌ ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ، 26 جون 1990 تي خط نمبر SO(E-1)4/49(MISC)89 جاري ڪيو جنهن ۾ اٿارٽيءَ جي بجاءِ "سنڌي لئنگئيج ڊولپمينٽ بورڊ" ٺاهي، ان جو چيئرمين جناب سراج الحق ميمڻ کي بنائڻ جو اعلان ڪيو. ان وقت سنڌ جو وزيراعليٰ ڄام صادق علي هو جنهن سنڌ جي چونڊيل حڪومت جي جاءِ ورتي. محترمه شهيد بينظير ڀٽو ۽ سندس سائين خلاف رڻ ٻاري ڏنو هو ۽ سنڌي ماڻهو ڪانئس خوش ڪونه هئا. ان ماحول ۾ ماڻهن جون دليون کٽڻ لاءِ اهو اعلان ڪيو ويو هو.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو خيال پيش ڪرڻ وارن بزرگن کي اول ته اٿارٽيءَ بدران بورڊ ٺاهڻ تي اعتراض هو ٻيو ڄام صاحب جي نيت تي اعتبار ڪونه هو. سراج الحق ميمڻ، ڄام حڪومت ۾ ڪوبه عهدو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ اهڙو اخباري بيان به ڏنائين.

ان کان پوءِ 1991ع ۾ ٻيهر اهڙو اعلان ڪري، ان کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بنايو ويو جنهن جو پهريون چيئرمين سنڌ جي عظيم اسڪالر، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي بنايو ويو جنهن ڪراچيءَ بدران حيدرآباد ۾ اُن جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي ۽ موجوده بلڊنگ جو بنياد وڌو.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا جيڪي مقصد طئي ٿيل هئا، تن ۾ انسائيڪلوپيڊيا ۽ دفتري لغت جهڙن حوالاجاتي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت کي اهميت ڏنل هئي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان جي بنيادي پيڪيج جو ڪم ڪيو. ان کان پوءِ 1994 کان 1998 دوران مقرر ٿيل مختلف چيئرمين، ان سلسلي ۾ ڪجهه ميٽنگون ضرور ڪوٺايون هيون ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ کان انسائيڪلوپيڊيا جو خاڪو به ٺهرايو ويو هو پر عملي ڪم اڳتي وڌي ڪونه سگهيو.

1998-99ع ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، اٿارٽيءَ جو چيئرمين ۽ تاج جويو سيڪريٽري مقرر ٿيا ته انهن ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ جي ان وقت جي سيڪريٽريءَ محترم عبدالحميد آخوند جي صلاح ۽ سهڪار سان هڪ باقاعدي "انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سيل" ٺاهي. محترم خير محمد بلوچ ۽ ڪجهه ٻين ڪارڪنن کي مقرر ڪيو ۽ مختلف ضلعن ۾ نمائندا پڻ مقرر ڪيا. ڪجهه سڀ داخلائون گڏ ٿيون پر ڪم جي رفتار کان مطمئن نه هئڻ سبب سنڌ جي هڪ بزرگ استاد ۽ محقق سائين شيخ محمد اسماعيل کي ان سيل جي انچارج ٿيڻ لاءِ راضي ڪيو ويو ۽ هڪ ايڊيٽوريل بورڊ پڻ مقرر ڪيو ويو جنهن ۾ هيٺيان ايڊيٽر مقرر ڪيا ويا:

(1) محمد ابراهيم جويو (2) ڊاڪٽر فهميده حسين (3) امداد حسيني (4) ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ (5) ڊاڪٽر شمس الدين تنيو

ڊاڪٽر صاحب جي دور ۾ انسائيڪلوپيڊيا جو 'الف کان پ' تائين حرفن تي مشتمل پهريون جلد تيار ٿيو جنهن جي ڇپائيءَ لاءِ جناب حميد آخوند فنڊ ڏياريا. ڊاڪٽر الانا صاحب ڪجهه مخير حضرات کان به مدد ورتي، پر ان وقت تائين سنڌن مدو اچي پورو ٿيو ۽ اها انسائيڪلوپيڊيا رولڙي جو شڪار ٿي وئي، بلڪ اٿين چئجي ته ان جي اشاعت جو ڪم، جيڪو هيرالڊ پبليڪيشنز ڪراچي شروع ڪرڻ واري هئي، ان کي روڪايو ويو. شيخ محمد اسماعيل جي وفات کان پوءِ ته اهو سيل به بند ٿي ويو ۽ ان جا ڪارڪن ٽڙي پکڙي ويا ۽ تيار ٿيل مواد به وڏيءَ حد تائين غائب ٿي چڪو هو. جيتريقدر دفتري لغت جي تياريءَ جو ڪم هو ته اهو گهڻو پوءِ شروع ٿيو ۽ جناب عبدالقادر جوڻيجي جي دور ۾ ان جا فنڊ به جاري ڪيا ويا. ان لغت لاءِ ڪٽيل خرچ ته پورو ٿي چڪو هو پر اڃا گهڻو ڪم رهيل هو.

28 مئي 2008 تي اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن طور اها ذميواري مون تي آئي ته اٿارٽيءَ جي ٻين سمورين رٿائن، سيمينارن، ورڪشاپن، ڪانفرنسن ۽ اشاعتي ڪمن سان گڏ ضروري سمجهيم ته انسائيڪلوپيڊيا ۽ دفتري لغت واري رهيل ڪم کي به اڳتي وڌائجي. ڊاڪٽر الانا صاحب ۽ اڳوڻن ايڊيٽرن سان گڏجاڻي ڪري، انسائيڪلوپيڊيا واري سيل کي ٻيهر فعال ڪيوسين. ٽڙيل پکڙيل مواد جي ڳولا ڪري، جمع ڪيو ويو. ڇاڪاڻ جو تيار ڪيل جلد جو آخري مسودو گم هو، ڪمپيوٽرن مان مواد ڊليٽ ٿيل هو ۽ رڳو هڪ اڌورو ۽ اڻ ايڊٽ ٿيل ڪچو ڊرافٽ مليو. جنهن کي بنياد بڻائي ٻيهر ايڊٽ ڪرائي، داخلائن ۾ سڌارا (update) ڪيا ويا. انهيءَ دوران نومبر ۾ محترم تاج جويو اٿارٽيءَ جو ٻيهر سيڪريٽري مقرر ٿي آيو. هن رٿا تي اڳ ۾ منهنجو هڪ ايڊيٽر طور ڪم ڪيل هو ۽ تاج جويو اڳوڻي سيڪريٽريءَ طور هن رٿا جو حصو رهيو هو. اُن ڪري هن رٿا جي نوعيت، اهميت ۽ افاديت کان اسان ٻئي چڱيءَ ريت واقف هئاسين. سو هن رٿا کي ترجيحي بنيادن تي هٿ ۾ کنيوسين. بعد ۾ ڪم جي رفتار ۽ معيار کي اڃا به بهتر ڪرڻ لاءِ محترم بدر ابڙي کي ان جو انچارج بڻائي، محترم محمد عثمان ميمڻ کي ريسرچ آفيسر جا فرائض سونپيا ويا. مسودو تيار ٿيڻ کان پوءِ اسان (ٻنهي چيئرپرسن ۽ سيڪريٽريءَ) پنهنجا منصب وساري، عام ڪارڪن بڻجي، ڏينهن رات هڪ ڪري مواد جي ايڊيٽنگ ۽ پروفنگ ڪئي ۽ آخري پڙهڻيون ڏنيون. اٿين هي جلد توهان جي هٿن تائين پهتو آهي. ان ۾ جيڪڏهن ڪي شيون رهجي ويون آهن ته انهن کي ٻي ڇاپي ۾ ضرور آڻينداسين. ڇو ته انسائيڪلوپيڊيائن ۾ اهڙي گنجائش هميشه هوندي آهي ۽ انهن کي وقت سان گڏ وڌايو پڻ ويندو آهي.

هن جلد ۾ اسان اهو مهاڳ به شامل ڪري رهيا آهيون، جيڪو سائين ڊاڪٽر غلام علي الانا، اُن وقت لکيو هو جڏهن پاڻ پهريون جلد تيار ڪرايو هئائين، ته جيئن تاريخ جي درستي ٿئي ۽ ڪين سنڌن محنتن جو ڪريڊٽ ملي. مرحوم شيخ محمد اسماعيل جي ڪم جي مڃتا پڻ ڪرڻ جڳائي. جنهن لاءِ چون ٿا ته سڄو ڏينهن ۽ شام جو دير تائين ڪارڪنن سان گڏ تحقيقي سيل ۾ ويٺو نور نچوئيندو هو.

آءٌ هن رٿا تي ڪم ڪندڙ سمورن اڳوڻن ۽ موجوده ڪارڪنن جي بيحد ٿورائتي آهيان. جن هن جلد جو شايع ڪرائڻ ممڪن بڻايو. اميد ته پڙهندڙ هن جلد کي پسند ڪندا ۽ ان مان لاڀ حاصل ڪندا. ان سان گڏ اسان کي پنهنجي قيمتي راين کان پڻ آگاهه ڪندا ته جيئن باقي جلدن تي، انهن جي روشنيءَ ۾ وڌيڪ تيز رفتاريءَ سان ڪم ڪري سگهجي. جيڪي جلد پڻ تمام جلد پڌرا ڪرڻ جي اميد آهي.

— ڊاڪٽر فهميده حسين

# ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل مهاڳ

(جيڪو 2001ع ۾ لکيو ويو هو)

مولي ۽ ڪريم جا ڪروڙين احسان، جنهن سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ کي اها سوڀ بخشي آهي، جو اڄ سنڌ وطن ۽ سنڌي زبان جي هڪ تمام اهم رٿا، 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو هي ۽ پهريون جلد، پڙهندڙن جي مبارڪ هٿن تائين ڪاميابي ۽ سان پهچائي رهي آهي.

دراصل، سنڌي زبان جي تاريخ ۾ هي ۽ هڪ اهم ۽ املهه شهپارو آهي، جنهن لاءِ سنڌ جو عوام صدين کان انتظار ڪري رهيو هو. سنڌ جي عالمن، فاضلن ۽ ماهرن، هن شهپاري ۽ املهه ڪتاب جي مرتب ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ جو ارادو ته آزادي ۽ کان به ڪافي اڳ واري عرصي ڌاري ڪيو هو پر پاڳ جي ڳالهه آهي، سڀ ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو نصيب آهي، هن شهپاري جي مڪمل ڪرڻ جي سعادت سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ جي چيئرمئن جي حيثيت ۾ مون کي ۽ منهنجي سائين کي نصيب ٿي آهي، جنهن لاءِ هن جهان جي مالڪ جا ڪروڙين ڪرم ۽ الاهي احسان!

هن تاريخي ڪتاب جي پهرئين جلد جي پهرئين ڇاپي جو هي ۽ مهاڳ لکندي، جيڪا خوشي آءٌ محسوس ڪري رهيو آهيان ۽ جيڪا مسرت منهنجا ساٿي محسوس ڪري رهيا آهن، اُن جو اندازو فقط اسان سڀني کي ٿي آهي. اداري اندر منهنجن سائين ۾ محترم تاج جويو، محترم عبدالرحمان ميمڻ، محترم امين محمد لغاري، محترم خير محمد بلوچ، محترم محمد اسماعيل شيخ، محترم رياض احمد خاصخيلي، محترم فيض محمد پتافي، محترم سخاوت علي جتوئي، محترم حسين احمد ميمڻ، محترم ابراهيم ڪنڀر، محترم فدا حسين سومرو، محترم هارون عباسي، محترم بخشل شاهه، محترم ڪريم پاشا، محترم خالد جتوئي ۽ محترم ظفر جميل ملڪاڻي ۽، محترم اسدالله پٺي کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ننڍا توڙي وڏا ڪارڪن شامل آهن، جن سڀني گڏجي، خلوص نيت سان هڪ ٽيم جي حيثيت ۾، مون سان ساٿ ڏنو ۽ هن پروجيڪٽ لاءِ محنت ڪئي، جنهن لاءِ رب ڪريم ئي کين اُن جو اجر ڏيندو. هن اهم رٿا جي صرف پهرئين جلد جي تياري ۽ پريس لاءِ آخري مسودي تيار ڪرڻ ۾ انهن سائين، ايڊيٽرن، ضلعي ۽ فيلڊ ڪارڪنن کي ٻه سال لڳي ويا.

منهنجن سائين جي مشوري سان، هن پروجيڪٽ جو نالو 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' تجويز ڪيو ويو، جيتوڻيڪ هن کان اڳ هن پروجيڪٽ لاءِ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا' نالو سوچيو ويو هو. هي ۽ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' بين الاقوامي اصولن کي سامهون رکي تيار ڪئي وئي آهي. هن پروجيڪٽ لاءِ ٽن جلدن جي رٿا ناهي وئي آهي. في الحال هن رٿا جو پهريون جلد پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي.

چون ٿا ته هي ۽ رٿا، سنڌي ادبي بورڊ جي 1940ع ۾ قيام ۽ 1951ع واري نئين تشڪيل واري زماني ۾، اسان جي ڏاهن جي رٿائن ۾ شامل هئي، پر سنڌي ادبي بورڊ، ون يونٽ جي قيام کان پوءِ، پنهنجين رٿائن تي پوري ۽ طرح عملي قدم کڻي نه سگهيو. اُن وقت سنڌي ادبي بورڊ جا، چاڻ موجب، هيٺ ڏنل پروگرام هئا:

(الف) جامع سنڌي لغات

(ب) سنڌي لوڪ ادب کي سهيڙڻ جي جامع رٿا

(ت) دور وار سنڌ جي سياسي تاريخ جي ترتيب

(ث) سنڌي ادب جي تاريخ لکائڻ

(ج) سنڌي ويا ڪرڻ کي اشاعت هيٺ آڻڻ

(ح) سنڌي ٽائيپ رائيٽر تيار ڪرائڻ

(خ) سنڌي انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪرائڻ

سنڌي ادبي بورڊ انهن پروگرامن مان فقط ٽن پروگرامن کي هٿ ۾ کڻي سگهيو جن مان ٻه سنڌ جي تاريخ وارو پروگرام اڃا ۾ رهجي ويو ۽ سنڌي انسائيڪلوپيڊيا واري رٿا لاءِ ته بورڊ اڳتي ڇُري به نه سگهيو.

مون کي حيراني آهي ته هن رٿا جي ٿالي سان ڪوبه پروگرام انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي پروگرامن ۾ شامل نه ڪري سگهياسين. نه ته سنڌالاجيءَ تمام سٺا ۽ وڏا پروگرام شروع ڪيا هئا.

تاريخ 20 جولاءِ 1998ع تي مون کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرمئن مقرر ڪرڻ جو نوٽيفڪيشن ڪيو ويو. 22جولاءِ 1998ع تي چارج وٺڻ کان پوءِ هن اداري ۾ ڪم ڪندڙ ڪارڪنن سان مون 23 جولاءِ 1998ع تي پهرين گڏجاڻي ڪئي. جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ ٻين رٿائن سان گڏ 'انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سيل' ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ ساڳيءَ ئي تاريخ تي مذڪوره سيل قائم ڪيو ويو ۽ ترجيحي بنياد تي هن ڪم ۾ هٿ وڌو ويو. هن ريسرچ سيل ۾ عارضي بنياد تي ٻه ڪارڪن مقرر ڪيا ويا. اداري ۾ اڳ ئي ڪم ڪندڙ ساٿين سان گڏ ويهي هن رٿا لاءِ تفصيلي خاڪو ٺاهيو ويو.

سڄيءَ سنڌ مان انسائيڪلوپيڊيا لاءِ گهربل هر موضوع، عنوان، جهڙوڪ: سنڌ، سنڌونديءَ، سنڌ جي سماجيات، سنڌ جا ماڻهو سنڌ جا سگهڙ، سياڻا، ڏاها، چرچائي، هنر، هنرمند، راڄن جا چڱا مڙس، ڊاڪٽر، وڪيل، اُستاد، پروفيسر، حڪيم، طبيب، چورچڪار، سياستدان، سنڌ اسيمبلي، اُن جا ميمبر، سينيٽر، مشاهير، ماڳ، مڪان، ڍنڍون ڍورا، واهڻ وسيون، وڻ ٽڻ ٻوٽا، جانور، جيوجنتر، پکي پسون، مال، ڍور ڍڳا، ٻولي، ثقافت ۽ اُن جا پهلو ريتيون رسمون، ادب جي تاريخ، افسانا، ناول، ناٽڪ، شعروشاعري، ڪتاب، رسالا، اخبارون، تومون، قبيلا، مذهب ۽ مذهبي تحريڪون، راڳ، ناچ، خانقاهون، اوتارا، اوطاقون، آستان، قبرستان، رانديون، وندرون، طعام، هار سينگار جو سامان، گهر، محل ماڙيون، گهٽيون ۽ پاڙا، ميلا ملاکڙا، فنونِ لطيفه، ڪاتب، ڪتابت جو فن ۽ خطاطي، ڌنڌا، شغل، شڪار، شڪاري، آبپاشي، آبپاشيءَ جا طريقا ۽ وسيلا، موسمون، مواصلات جا طريقا ۽ وسيلا، زراعت، سياست، سياسي تحريڪون، سائنس جون ايجادون ۽ پاڪستان وغيره موضوعن تي مشتمل خط ٺاهي، ضلعي ڪارڪنن ۽ مختلف ضلعن ۾ مختلف اديبن ۽ ڪارڪنن کي رهنمائيءَ لاءِ موڪليا ويا.

شيخ محمد اسماعيل صاحب سان گڏجاڻيون ڪري، کين هن تحقيقي مرڪز ۾ ٿيندڙ ڪم جي طريقي بابت ٻڌايو ويو. صبح ۽ شام ڪم ڪندڙ ڪارڪنن جي ڪم ۽ رکيل رڪارڊ جي سلسلي ۾ کين سمجهايو ويو. شروع شروع ۾ هر ڪارڪن کي مختلف ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن وغيره مان سلپن تي مواد ڪڍڻ جي سمجهاڻي ڏني ويندي هئي. اهو مواد الف- ب وار سلپن تي اُتاريو ويندو هو. الف- ب وار سلپن تي لکيل مواد کي پوءِ تحقيقي مرڪز ۾ موجود 52 خانن واري ڪٻٽ (Pigeon holes) ۾ الف- ب وار ورهايو ويندو هو. اُن کان پوءِ شيخ صاحب جي نگرانيءَ ۾ الف- ب وار سلپن تي جمع ٿيل مواد کي ترتيب ڏئي انهن سلپن ۾ گڏ ڪيل مواد مان ڪچو ڊرافٽ تيار ڪيو ويندو هو جنهن کان پوءِ هو اُن کي رندو هڻي، آخري ڊرافٽ تيار ڪندو هو ۽ ان مواد جي نوڪ پلڪ ٺيڪ ڪندو هو پوءِ اهو مسودو ڪمپوزنگ لاءِ ڪمپيوٽر لئب ۾ انسائيڪلوپيڊيا لاءِ مقرر ڪيل آپريٽرن جي حوالي ڪيو ويندو هو.

ڪمپوز ٿيل مواد کي مرڪزي تحقيقي سيل ۾ شيخ صاحب پاڻ يا خان محمد جروار يا وري خالد آزاد وگهيي نظر مان ڪڍيو. انهن ۾ ٿيل درستين کان پوءِ اداري جي سيڪريٽري تاج جويي صاحب ڏنو ۽ تاج صاحب جي درست ڪيل ڊرافٽ کي پوءِ مون نظر مان ڪڍيو ۽ ان جي وڌيڪ نوڪ پلڪ ٺيڪ ڪئي. ۽ مواد جي ضرورت تي هر لحاظ کان نظر وجهي، اُن جي اهميت جو خيال رکي، اُن ۾ سڌارا ۽ واڌارا به ڪيا ويا.

هتي هيءُ عرض ڪرڻ به مناسب ٿيندو ته مواد جي هر داخلا کي انسائيڪلوپيڊيا جي گهرجن مطابق شامل ڪيو ويو آهي. اداري ۾ هن پراجيڪٽ لاءِ قائم ڪيل سب ڪميٽيءَ اهو طئي ڪيو هو ته مواد ۾ صرف اُن ڳوٺ جي داخلا ڪئي ويندي، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ 300 کن ماڻهن جي آبادي هوندي، ۽ اُتي اسڪول کان سواءِ ٻي به ڪا سهوليت هوندي. البت اُهي ڳوٺ، جيڪي سماجي، ثقافتي ۽ تاريخي لحاظ کان اهم هوندا، پوءِ چاهي اُنهن ڳوٺن ۾ هاڻ پنج گهر جو نه وڃي بچيا هجن، اُن ڳوٺ جو احوال ضرور ڏبو. ساڳيءَ طرح ماڳن، مڪانن، هنرن، هنرمندن، مختلف شعبن سان واسطيدار شخصيتن، ميلن ملاکڙن ۽ ٻي معلومات داخل ڪرڻ لاءِ به اصولي طرح کي ڳالهيون طئي ڪيون ويون هيون. اهڙيءَ طرح مواد ۾ ڪيل سڌارن ۽ واڌارن کي ڪمپيوٽر

آپريٽرن جي مدد سان مواد ۾ شامل ڪري، آخري ڊرافٽ تيار ڪيو ويو. جنهن جو مسودو پوءِ ايڊيٽر صاحبن کي شامل مواد تي تفصيلي، تنقيدي ۽ ماهراڻي نظر وجهڻ لاءِ موڪليو ويو.

هن اهم پروجيڪٽ لاءِ پنج ايڊيٽر جناب محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر فهميده حسين، جناب امداد حسيني، ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ ۽ ڊاڪٽر شمس الدين تنيو مقرر ڪيا ويا. مون کي خوشيءَ سان اهو ميڄڻو پوي ٿو ته هر ايڊيٽر پنهنجي ليکي هن جلد جي مسودي جو هر لفظ غور سان پڙهيو ۽ اُن ۾ مناسب سڌارا ۽ واڌارا ڪيا ۽ ماهراڻا مشورا ڏنا. چوندا آهن ته، "جهجهن هٿين ڇپر ڪجهي " هيءَ ڪم به ڇپر جي ڪچڻ کان هرگز گهٽ نه هو.

انهيءَ مرحلي کان پوءِ جن جن داخلائن لاءِ تصويرن، خاڪن ۽ نقشن وغيره جي ضرورت هئي، اُهي خاڪا، تصويرون ۽ نقشا وغيره مختلف ڪتابن مان ۽ ٺٽون مواد ماڻهن کان هٿ ڪري، واسطيدار داخلا سان گڏ مواد اندر شامل ڪيا ويا.

**حوالاجاتي حيثيت:**

(الف) 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' واري پروجيڪٽ جي پهرئين جلد جو هيءُ پهريون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن پروجيڪٽ جو مسودو حوالاجاتي (Reference) مقصدن جو پورائو ڪري ٿو. هيءُ مسودو پنهنجي نموني جو هڪ واحد ۽ انوکي (Unique) قسم جو مسودو آهي، جنهن جو پهريون جلد اڍائي سالن اندر مڪمل ٿيو آهي. جنهن تي اداري اندر قائم ڪيل تحقيقي مرڪز ۾، هر مهيني لڳاتار اٺن ڪارڪنن، صبح ۽ شام ڪهڙيءَ محنت، خلوص ۽ جذبي سان، پر معمولي اُجرت تي ڪم ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح سڄيءَ سنڌ مان، ضلعي رابطا ڪارڪنن کان سواءِ 100 کن محققن، پنهنجي پنهنجي تر مان اهو مواد هٿ ڪري موڪليو. انهن پنهنجي تر جي ماڻهن، ماڳن، مڪانن، درياهه جي وهڪرن، واهن، ڍنڍن ۽ ڍورن کان سواءِ وڻن ٽڻن، گلن ٻوٽن، گاهن، جيتن، جانورن ۽ پکين کان سواءِ هنرمندن جهڙوڪ هارين نارين، ڪنڀارن، واڍن، وڳهاملن، لوهارن، ڪورين ۽ ٻين جاتين جهڙوڪ: جتن، مهاڻن، ميربحرن، ماڇين، ڪولهين، ڀيلن، ٻاگڙين، ربارين وغيره جي باري ۾ مفصل معلومات هٿ ڪري موڪلي. اهڙيءَ طرح مقامي هنرن، پرتن، اُٺن ۽ گهوڙن جي سازن، سنجن، گهوڙن ۽ اُٺن جي پنڌن، بيمارين، پوک جي مڙني قسمن، ميون وغيره جي ڌار ڌار عنوانن تي مشتمل مواد، سنڌ جي ڌار ڌار خطن، جهڙوڪ: لاڙ وچولي، سري ۽ ٿر، ڪوهستان، ڪاڇي، ڪاري لس ٻيلي، ڪڇ، گجرات، ڪاٺياواڙ، راجستان، سرائڪي خطي ۽ ٻين خطن جا اُهي عنوان، جيڪي سنڌ ۾ به عام آهن، اُهي گڏ ڪري موڪليا.

هن انسائيڪلوپيڊيا ۾ جاتيوار ۽ ذاتي وار عنوانن کان سواءِ ثقافت، تهذيب ۽ تمدن، هار سينگار، سونهن سجاوٽ، بيمارين، علاج، تاريخي جاين، وڻن ۽ وڪرن، اصطلاحن ۽ پهاڪن، لوڪ ادب، معياري ادب ۽ راڳ ناچ سان واسطو رکندڙ عنوان پڻ ڏنا ويا آهن.

هن انسائيڪلوپيڊيا جي مطالعي سان معلوم ٿيندو سنڌ جي تاريخ، ثقافت، تهذيب ۽ تمدن، علم ادب، قومن، قبيلن ۽ جاتين کان سواءِ دنيا جي مشاهيرن، دنيا جي مذهبن، سياسي پارٽين، علمي ۽ ادبي نظرين، علمي ۽ ادبي صنفن وغيره تي مشتمل گهڻو ئي مواد هن جلد ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

(ب) يقيناً هن جلد ۾ سنڌ جي هر حصي جو سؤ في صد مواد شامل ٿي نه سگهيو آهي ۽ ڪافي عنوان رهجي ويا هوندا. رهجي ويل مواد کي هر جلد جي نئين ڇاپن ۾ شامل ڪيو ويندو ۽ مواد جي شامل ڪرڻ جو اهو سلسلو هلندو رهندو. هن جلد جا اڳتي هلي ڪيئي ايڊيشن شايع ٿيندا. جيئن ٻين انسائيڪلوپيڊيائن جي حالت ۾ ٿيندو رهيو آهي.

(پ) ڪنهن به انسائيڪلوپيڊيا جي ترتيب ۽ تاليف هڪ مسلسل عمل آهي. ڪنهن به ٻوليءَ جي انسائيڪلوپيڊيا هڪ ڀيرو ترتيب ڏئي، پوءِ ڇڏي ڪانه ڏبي، پر اهو هڪ لڳاتار عمل آهي. جنهن سان هر ڇپيل جلد ۾ هر سال يا ٻئي سال، سڌارا ۽ واڌارا پيا ڪيا آهن. هن قسم جي تحقيقي پروجيڪٽ لاءِ تاهيل مرڪزي سيل جو اهو ئي ڪم هوندو آهي ته هر جلد ۾ شامل مواد ۾ ترميم ٿيندي رهي.

پيو ته علمي فني ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان به ٻئي ايڊيشن ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪرڻا ضروري ٿيندا. پهرئين ايڊيشن کي سڌارڻ سنوارڻ ۽ وڌائڻ پوندو ۽ اها سڌ سنوار هر ايڊيشن ۾ جاري رهندي.

تيون ته ٻين ملڪن وانگر سنڌ ۾ به ڪجهه عرصي کان پوءِ نون نون عنوانن ۽ مواد ۾ اضافو ٿيندو ويندو. اهڙي مواد کي وقت

جي حالتن مطابق، انسائيڪلوپيڊيا جي هر نئين ايڊيشن ۾ شامل ڪرڻو پوندو.

(ت) هن مسودي جي تخليق، ترتيب ۽ اُن ۾ سڌارا واڌارا ڪرڻ ڪو آسان ڪم نه هو پر سيني نندن توڙي وڏن ڪارڪنن، وڏيءَ محنت سان، هزارن جي تعداد ۾ ڪتاب پڙهي، ماڻهن سان ملي، ماڳ ۽ مڪان گهمي، اُتان معلومات هٿ ڪري، سون جي

تعداد ۾ سلپون مرڪزي آفيس ۾ موڪليون، جن کي شيخ محمد اسماعيل صاحب ۽ سندن ٻين سائين، انسائيڪلوپيڊيا لاءِ گهربل اسلوب، طرز طريقي ۽ ٻوليءَ ۾ لکي، اُن کي ترتيب ڏيئي، آخري سلپ تيار ڪري، ڪمپيوٽر لئب ۾ وڌيڪ مرحلن لاءِ موڪلي. پوءِ ان جا پروف پڙهيا ۽ درستيون ڪيون. هاڻي هيءَ جلد پڙهندڙ جي سامهون آهي. ڪن تنگ نظر ماڻهن کي يقيناً هن جلد ۾ ڪئين عيب نظر ايندا. اهڙا ماڻهو هن ڪم مان ضرور عيب ڪڍندا ۽ خاميون ڳوليندا، پر منهنجي خيال ۾ مرڪزي تحقيقي سيل جي ڪارڪنن، 'تعليمي رٿابندي ۽ تحقيق لاءِ مشاورتي ڪميٽيءَ' جي ميمبرن ۽ ايڊيٽر صاحبن، هر لحاظ کان هن جلد کي پيش ڪرڻ جي لائق بنائڻ جس ڪٽيو آهي. سچ پچ ته هن پروجيڪٽ جي شايع ٿيڻ سان سنڌ جي وڏي خدمت ٿي آهي ۽ ورهين کان ٿيندڙ انتظار جو پورائو ٿيو آهي.

هيءَ انسائيڪلوپيڊيا نه صرف محققن ۽ عام ماڻهن لاءِ آهي، پر هر طبقي جي استادن ۽ شاگردن جي ضرورتن کي سامهون رکي تيار ڪئي وئي آهي.

آخر ۾ عرض آهي ته انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي رٿا جي پهرئين جلد کي مڪمل ڪرڻ جو ڪاميابيءَ سان سهرو محترم شيخ محمد اسماعيل، تحقيقي مرڪز توڙي سنڌ جي ڏار ڏار علائقن ۾ رهندڙ محققن ۽ ايڊيٽر صاحبن جي سر تي ٿو سونهي. منهنجو ته فقط نالو ڪم آندل آهي. آءُ ته لوڻ وجهي پٽ پائيوار ٿيو آهيان. ڪم ته ڪارڪنن ڪيو آهي. آءُ ته هڪ اڻڄاڻ شخص آهيان. ڪارڪنن ئي منهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو آهي ۽ مون کي پنهنجن ڪلهن تي کنيو آهي. اها محنت سڄي انهن جي ئي آهي. گيٽ اپ، فانٽ جي چونڊ لاءِ ڪمپيوٽر لئب جي انچارج محترم حسين ميمڻ، محترم ظفر ملڪاڻيءَ ۽ محترم اسدالله ڀٽي ئي ڪم ڪيو آهي. انهن آپريٽرن جي ڪم جي نگراني امين محمد لغاري صاحب ڪئي، جنهن نهايت ئي تحمل، صبر، خلوص سان روزانو حاضر رهي، جنهن لڳاتار ۽ بنا ناغي جي هنن احبابن کان هن مسودي جي ڪمپوزنگ اُن ۾ بار بار سڌارن، واڌارن ۽ درستين جو ڪم ڪرايو ان لاءِ ڪيس جس هجي. اهي سائي ته هن شاهڪار جي تياريءَ ۾ اسان سيني کان وڌيڪ حصيدار آهن. ڏڻي سائين کين سدائين خوش رکي. محترم حسين آرٽسٽ کي ياد نه ڪرڻ بي انصافي ٿيندي، جيتوڻيڪ هو تمام دير سان اسان جي هن ٽيم ۾ شامل ٿيو آهي.

منهنجي دعا آهي ته ڏڻي تعاليٰ انهن سيني کي خوش رکي ۽ آباد ڪري، جن هن شاهڪار ۾ اسان سان گڏ ڪم ڪيو آهي ۽ اسان جو ساٿ ڏنو آهي.

جيئي سنڌ! جيئن سنڌ جا ماڻهو!

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي

**ڊاڪٽر غلام علي الانا**

# هڪ سپني جي ساپيان

دنيا ۾ انسائيڪلوپيڊيائن تيار ڪرڻ جو ڪم لڳ ڀڳ 2000 سالن کان جاري آهي. انسائيڪلوپيڊيا (Encyclopaedia) اصل ۾ يوناني ٻوليءَ جي لفظ Enkyklopaideia مان جُڙيو آهي، جنهن جي اصل معنيٰ هئي: "مڪمل ڄاڻ جي سرشتي جو احاطو يعني مجموعي (all round) تعليم يا ڄاڻ". ۽ اهائي وصف انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا ۾ ڄاڻايل آهي، يعني: "Reference work that contains information in all branches of knowledge" (حوالاتي مواد، جيڪو ڄاڻ جي سمورين شاخن بابت معلومات مهيا ڪري)

سنڌي ٻوليءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا جي تياري هڪ خواب هو جيڪو اسان جي ڏاهن، عالمن ۽ اديبن ڪافي اڳ ڏٺو هو ۽ ان ڏس ۾ مختلف شخصن ابتدائي وکون به کنيون، پر سڦلتا گهٽ ٿي. سڪرمان'مهراڻ انسائيڪلوپيڊيا' عنوان سان ٻه چار چوپڙيون شايع ٿيون. نوجوان محقق ڊاڪٽر محبت ٻرڙي 'سنڌي انسائيڪلوپيڊيا' عنوان سان هڪڙو ڪتابڙو ڇپرايو، محترم ممتاز بخاريءَ ۽ محترم مختيار اَنڙ جهڙن نوجوانن ريڊيو خيرپور ۽ ريڊيو حيدرآباد تان "ريڊيو ڄاڻيتي" عنوان سان ڪيتري عرصي تائين سلسلو هلايو، ۽ سڀ کان وڌو ڪم سيوهڻ جي جهوني اديب ۽ استاد پروفيسر فتح الله صديقيءَ ڪيو جنهن ڪيترن سالن تائين انفرادي طرح هن اسڪيم تي ڪم ڪري، رٽائرمينٽ کان پوءِ مليل رقم مان "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" (جلد پهريون: الف-ب) 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. سيوهڻ جي ئي هڪ ٻي جاکوڙي شخص خيرمحمد ٻرڙي پڻ "ڏاتين جي انسائيڪلوپيڊيا" ساڳئي سال ڇپائي پڌري ڪئي. هنن ٻنهي شخصن کي لک شاباسون ڏئي سگهجن ٿيون، جن انفرادي طور تي اهم ڪم ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌو.

اهڙيءَ طرح مون به هڪ خواب ڏٺو هو، جڏهن "استاد بخاري اڪيڊمي" جي جوڙجڪ ۽ آئين جي تياريءَ جي سلسلي ۾ 1992ع ۾ غريب آباد، دادوءَ ۾ 'استاد بخاري جي گهر' هڪ گڏجاڻي ٿي هئي ته مون، سيد حاڪم علي شاهه بخاريءَ، عثمان ميمڻ ۽ تمر پان، هڪ خط لکي سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جي اُن وقت جي سيڪريٽري جنرل ادل سومري تي زور ڀريو هو ۽ لکيت ۾ هڪ دستاويز به تيار ڪيو هو ته "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" تيار ڪجي.

سيپٽمبر 1997ع ۾ جڏهن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو مون کي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو ۽ مون محترم امين لغاريءَ سان گڏجي اٿارٽيءَ جي پراڻي رڪارڊ کي اُٿلايو ۽ مختلف چيئرمينن جي دورن جا فيصلا ڏٺا ته مون کي "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" بابت ڪجهه ڪاغذ نظر آيا، جن ۾ مختلف وقتن تي هن ڪم لاءِ ڪاميٽيون ٺاهي، ضلعن ۾ تحقيقي سيل قائم ڪرڻ جا فيصلا ٿيل هئا. 26 آڪٽوبر 1994ع تي ٿيل گڏجاڻيءَ ۾ هن رٿا جو ابتدائي خاڪو سنڌ جي سڄاڃهي شاعر ۽ محقق تنوير عباسيءَ تيار ڪري پيش ڪيو هو. مون محترم حميد سنڌيءَ جي دور ۾ انهن پراڻن ڪاغذن جي آڌار تي محترم سيد حاڪم علي شاهه بخاريءَ، محمد عثمان ميمڻ ۽ خاص ڪري ممتاز بخاريءَ سان خط ڪتابت ڪري، ڪاڻن انسائيڪلوپيڊيا جي سلسلي ۾ انهن طرفان تيار ڪيل مواد، خاڪي ۽ الف ب وار ترتيب ڏنل سرن (titles) جو تفصيل گهرائي ورتو هو. ياد رهي ته ممتاز بخاريءَ، سنڌ ثقافت کاتي کي اهو خاڪو تيار ڪري موڪليو هو. ان عرصي دوران خوشقسمتيءَ سان 20 جولاءِ 1998ع تي ڊاڪٽر غلام علي الانا، اٿارٽيءَ جو چيئرمن ٿي آيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي هن فدائي شخص، ٽن ڏينهن اندر عملدارن جي گڏجاڻي ڪوٺائي. انسائيڪلوپيڊيا تي هنگامي طور عملدرآمد ڪرائڻ جو فيصلو ڪرايو ۽ سنڌيءَ ۾ "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" بابت سيل جوڙي ڪم شروع ڪرائي ڇڏيو. هن ڏس ۾ محترم شيخ محمد اسماعيل جو پورهيو وساري نٿو سگهجي. هن حليم شخص ڪارڪنن جي ٽيم سان صبح کان شام تائين ويهي جيڪا عرق ريزي ڪئي، ان جو آءٌ اکين ڏٺو شاهد آهيان. ڪجهه عرصو محترم خيرمحمد بلوچ به ڪارڪنن جي رهنمائي ڪئي. چيئرمن ۽ سيڪريٽريءَ جي مشوري سان سڄيءَ سنڌ ۾ ماهرن ۽

ضلعي ڪارڪنن کي عنوان ڏيئي سوين خط لکيا ويا. جيڪي اداري جي رڪارڊ ۾ موجود آهن پر بعد ۾ هڪ مرحلو اهڙو به آيو جو ڊاڪٽر الانا صاحب جي ڪوششن ۽ محنتن ۽ منهنجي خواهشن کي ضرب رسائي وئي. الاناصاحب جي هن اداري مان هلڻ وڃڻ کان پوءِ ترت ڇهن مهينن اندر مون کي به هن اداري کي خيرباد چئي، تعليم کاتي ۾ ٻيهر دخلڪار ٿيڻو پيو.

خوشقسمتيءَ سان هڪ ڀيرو وري جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي اسڪالر ۽ هڪ وڏي علمي خاندان سان لاڳاپيل محترم ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ٿي آئي ته هن ٻيهر مون کي اداري جي 'پبليڪيشن ڪاميٽيءَ' تي ميمبر ڪري کنيو ۽ ڪجهه مهينن اندر مون کي پاڻ وٽ گهرائي هن اداري ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر سيڪريٽري ٿي اچڻ جي آڇ ڪئي. جيڪا مون ان ڪري قبول ڪئي. جو ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب کان پوءِ ڊاڪٽر فهميده حسين اها شخصيت هئي جنهن سان سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪرڻ مون پاڻ لاءِ خوشقسمتي ۽ سعادت ٿي سمجهي. ڇاڪاڻ ته هنن ٻنهي شخصيتن جي ڪم کان آءٌ اڳيئي آگاهه هئس. هڪ شخص سان ته مون گڏجي ڪم ڪيو هو ۽ ٻي شخصيت سان ذاتي طرح ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر جي حوالي سان منهنجا واسطا ڪافي عرصي کان قائم هئا. خاص ڪري سائين سراج ميمڻ منهنجي پسنديده شخصيتن مان هو ۽ محترم ڊاڪٽر فهميده حسين ان جي ڀيڻ آهي.

ڊاڪٽر صاحبه به ڊاڪٽر الانا صاحب وانگر انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا کي پنهنجي زندگيءَ ۽ اداري جو اهم مقصد سمجهي، هٿ ۾ کنيو. انسائيڪلوپيڊيا سيل جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي ۽ مناسب شخصن کي هن سيل ۾ وٺي آئي. محترم بدر ابڙي صاحب جي تجربي، صلاحيتن ۽ علم کي آڏو رکي، ان کي هن پراجيڪٽ جو ڊائريڪٽر بنايو ويو. محترم محمد عثمان ميمڻ جهڙي جاکوڙي ۽ محنتي شخص کي ريسرچ آفيسر مقرر ڪري، ٻنهي جي هٿ هيٺ لياقت ڀرين نوجوانن جي ٽيم کي هن سيل ۾ آندو ويو. ان سان گڏ محترم ڊاڪٽر فهميده حسين رات ڏينهن جنهن جانفشانيءَ سان "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" جي هن پهرئين جلد جي ايڊيٽنگ ۽ پروفنگ ڪئي آهي، اُن جا پاڙا ڪيس رب پاڪ ۽ سنڌي قوم ڏيندي. هن ڪم دوران سندس صحت تي به ڪافي اثر پيو پر سائين محمد يعقوب 'نياز' جي هن قابل فخر نياڻيءَ، صحت جي پرواهه نه ڪندي، ٻولي ماءُ سان جيڪو نڀاءُ ڪيو آهي، اُن جو شاهد نه رڳو آئون پر اٿارٽيءَ جا ڪارڪن ۽ هن اداري جا در ديوارون به آهن. مون ڊاڪٽر فهميده حسين جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجي "خواب" جي تڪميل ماڻي آهي. جنهن جي خوشيءَ جو آءٌ اندازو نه ٿو لڳائي سگهان.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو پهريون جلد، 100 گرام جي آرٽ پيپر تي، چئن رنگن جي ڇپائيءَ ۾، عالمي معيار جو تيار ٿي، جڏهن سنڌي پڙهندڙن جي هٿن ۾ اچي رهيو آهي ته شيخ اياز جي هنن لفظن کي دهرائيندي، آءٌ فخر محسوس ڪري رهيو آهيان ته:

ڪيو پاڻيءَ ڏيکءَ ۾، ٻوڙي جي ڪاٺين،
پنهنجي اوچي ڳاٽ کي، ڪور نه جُهڪائين،
ته تنهنجي سائين، ذات ڌهوڻي ٿي وڃي!

هن جلد جي تياريءَ ۾ جيڪڏهن آءٌ اٿارٽيءَ پاران وزيراعليٰ سنڌ، جناب سيد قائم علي شاهه، وزير ثقافت ۽ سياحت محترمه سسئي پليجو سيڪريٽري ثقافت کاتي، محترم شمس جعفرانيءَ جا ٿورا نه مڃيندس ته اها احسان فراموشي ٿيندي ڇاڪاڻ ته اداري جي گرانٽ نه وڌي ها ۽ هن رٿا لاءِ بجيٽ وقت اندر نه ملي ها، ته هي سالن جو خواب تڪميل تي اسان پهچائي نه سگهون ها.

آءٌ محترم بدر ابڙي، محترم محمد عثمان ميمڻ، پنهنجن همڪار دوستن امين لغاريءَ، خالد آزاد، خان محمد جروار، انسائيڪلوپيڊيا سيل جي سمورن ريسرچ فيلو ۽ ريسرچ ڪارڪنن شوڪت چاچڙ، صفدر حسين ميرزا ۽ ٻين سان گڏ خاص ڪري ڪمپيوٽر آپريٽرن ۽ گرافڪ ڊزائينرن: محترم اسدالله ڀٽي، محترم محمد رمضان ٽرڪ، محترم تولارام سوٿهڙ، محترم محمد بخش ڀنگر ۽ محترم نظير احمد چانڊيي جو اداري پاران نهايت احسانمند آهيان. جن ڊاڪٽرفهميده حسين جي رهنمائيءَ ۾ منهنجون انتظامي سختيون ۽ فهمائشون به برداشت ڪيون. پر هن ڪم کي نهايت خوش اسلوبيءَ سان پورو ڪري ڏيکاريو. الله پاڪ کين خوش ۽ آباد رکي!

- **تاج جويو**

# الف

**آباد:** سنڌ ۾ هن نالي سان ڪيترائي ڳوٺ موجود آهن: (1) هڪ ڳوٺ جيڪو اڳ ڪوٽڙي ۽ هاڻي مانجهند تعلقي ۾ لڪي شاهه صدر کان ڏکڻ طرف چئن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن ڳوٺ کي ڪيترا ڀيرا درياهه پاڻي ويڙهه ۾ ٽئين سر وري آباد ٿيو آهي. سنڌ جي مشهور اديب محمد ابراهيم جويو هن ڳوٺ ۾ جنم ورتو هو. (2) تعلقي سيوهڻ جي ديهه "سعيدآباد" ۾ هڪ ڳوٺ به "آباد" نالي سان موجود آهي. هتي پرائمري اسڪول به آهي. (3) لڪي تعلقي جي ديهه "گوسڙجي" ۾ به هڪ ڳوٺ "آباد" نالي سان سڏجي ٿو. (4) ڳڙهي ياسين تعلقي جي ديهه "منعم آباد" ۾ هڪ ڳوٺ آهي، جتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ پرائمري اسڪول آهن. (5) وارهه تعلقي جي ديهه "آباد" ۾ هڪ ڳوٺ، جنهن جي آدمشماري اندازاً ڏيڍ هزار کن آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ مڊل ۽ پرائمري اسڪول آهن. (6) تعلقي قمبر جي ديهه "جوٺيجا" ۾ هڪ ڳوٺ، هتي پرائمري اسڪول آهي. (7) تعلقي رتيديري جي ديهه "پير بخش پٽي" ۾ هڪ ڳوٺ آهي. (8) تعلقي جيڪب آباد جي ديهه "آباد" ۾ ڳوٺ. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن. سکر شهر جي ايئرپورٽ پرسان "آباد" نالي وستي آهي، جتي پوليس ٿاڻو به آهي.

**آباد²:** "آباد" نالي سان سنڌ ۾ ڪيترين ديهون به موجود آهن. جهڙوڪ: (1) تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 14 ڳوٺ شامل آهن. (2) تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه. (3) تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ اٽڪل 20 ڳوٺ شامل آهن. (4) تعلقي ميهڙ ۾ "آباد" نالي سان به ديهون آهن، جن کي آباد-1 ۽ آباد-2 جي نالن سان سڏجي ٿو. (5) تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 7 ڳوٺ شامل آهن. (6) تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 12 ڳوٺ شامل آهن. (7) تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه ۽ (8) جيڪب آباد تعلقي ۾ هڪ ديهه.

**آباد پانچو:** تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آباد پتڻ:** هڪ درياهي پتڻ، جيڪو تعلقي ڪنڊياري ۾ درياهه جي الهندي پر تي آهي.

**آباد جاگير:** تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوسا قبيلي جا ڇهه ڳوٺ موجود آهن.

**آباد جبل:** تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي.

**آباد ڍنڍ:** ڄامشوري ضلعي جي سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ لڪيءَ جي اوڀر ۾ ٽيپات ريجهو هيءَ ڍنڍ آهي. هيءَ ڍنڍ ٽيپات ڍنڍ کان الڳ آهي. ڍنڍ ريجهو آباد ڳوٺ موجود آهي. هيءَ ڍنڍ اڄان تائين ساتوڻي ۾ درياهه ذريعي ڀربي آهي. هيءَ ڍنڍ به فشريز کاتي جي انتظام هيٺ آهي ۽ هن ۾ مڇي جهجهي انداز ۾ مري ٿي ۽ پکين جي پناهه گاهه پڻ آهي.

**آبادڪاري:** آبادڪاريءَ جو مطلب وسڻ، آباد ٿيڻ يا رهڻ آهي. هڪ ملڪ جي پاڙيسري صوبن، علائقن يا ملڪن مان آيل ٻاهرين ماڻهن ۽ خاندانن جي رهائش ملازمت ۽ روزگار وغيره جي انتظام ۽ بندوبست جو هڪ اصطلاح آهي. آبادڪاري ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪڙي عارضي آبادڪاري، جنهن ۾ آباد ٿيل فرد ٿورو وقت رهي، وري پنهنجي صوبي، علائقي يا ملڪ هليا وڃن. اهڙا ماڻهو حڪومت جي منصوبي تحت ترقياتي سهولتن جا حقدار نہ هوندا آهن. ٻيا، جيڪي دائمي رهائش اختيار ڪندا آهن. جيئن سنڌ يا پاڪستان ۾ ڀارت يا پاڪستان جي مختلف صوبن مان آيل ماڻهو جيڪي هڪ وڏي عرصي کان پنهنجا سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مفاد هتي جي سرزمين سان وابسته ڪري چڪا آهن ۽ اهي شهريت جا حقدار ٿي چڪا آهن ۽ سندن روزگار، رهائش ۽ تعليم وغيره جو انتظام حڪومت جي ذمي هوندو آهي. جڏهن پاڪستان قائم ٿيو ته هندستان کان گهڻن ئي مسلمانن هجرت ڪئي انهن کي آباد ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان ملڪ ۾ "آبادڪاري" نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو جنهن جو ڪم اهو هو ته پاڪستان ۾ هجرت ڪري ايندڙ مهاجرن کي آباد ڪيو وڃي.

**آبادگار:** آبادگار جي لفظي معنيٰ آبادي ڪندڙ آهي يعني اهو شخص جيڪو زمين کي ناهي ۽ سنواري پوکي راهي ڪري، ان جي سار سنڀال لهي ۽ زمين آباد ڪري.



**آبادگار²** (رسالو): هن نالي سان حيدرآباد مان سنڌيءَ ۾ هڪ ماهوار رسالو به نڪرندو آهي. جيڪو سنڌ آبادگار بورڊ جو علمي، ادبي ۽ زرعي ترجمان آهي. هيءُ رسالو سال 1983ع کان لاڳيتو شايع ٿي رهيو آهي. هن رسالي ۾ زراعت کان سواءِ مذهب، ادب، سيرت ۽ مختلف موضوعن بابت به مواد ڏنو ويندو آهي. هيءُ رسالو آبادگار ۽ زراعت سان لاڳاپيل ماڻهن لاءِ معلوماتي رهنما آهي.

**آباد مُغلاڻي:** تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آباد وارو ڏڙو:** هي ماڳ ڊگهائي ويڪرائي ڦاڪ: "55 '10 °69 اوڀر "0 '36 °27 اتر- ڳوٺ آباد، تعلقي روهڙي ضلعي سکر ۾ واقع آهي. سنڌو تهذيب: ڏاتو پاڻڻي دؤر جو ماڳ آهي. هي ماڳ ڏڙي جي صورت ۾ ڳوٺ سهتيجي کان ڏيڍ ڪلوميٽر اتر ۾ ڳوٺ هٽڙيءَ کان 2 ڪلوميٽر اتر- اولهه ۾ ۽ 35 ڪلو ميٽر روهڙيءَ جي اوڀر ۾ آهي. ڏڙو 590 ميٽر ڊگهو ۽ 150 ميٽر ويڪرو آهي. ٺڪر جي وٿن ۾ هڪ ٺڪر تي اٺ جي خوبصورت شڪل کان سواءِ ٻين جانورن جي شڪلين جو ٺڪرائتو مليو آهي. پٿر جون وٿون ٽامي ۽ ڪنجهي جي وٿن سان گڏ مليون ٿيون ان کان سواءِ سرن جا ٽوٽا، چلمن جا ٽڪرا، پڪل چوڙيون، ڪنن جون واليون وغيره مليون ٿيون.

**آبادي:** آباديءَ مان مراد ڪنهن ملڪ يا ڪنهن صوبي ۾ رهندڙ ماڻهن جو جملي تعداد آهي، جن ۾ هر مذهب، نسل ۽ قوم جا ماڻهو شامل هجن



پاڪستان قائم ٿيڻ وقت سنڌ صوبي جي آبادي 70 لکن تائين هئي. جيڪا 1981ع جي آدمشماريءَ موجب وڌي هڪ ڪروڙ 90 لک تائين پهچي وئي. 1999ع ۾ سيپٽي ضلعن جي رپورٽن مطابق سنڌ صوبي جي آدمشماري ٽن ڪروڙن کان مٿي ۽ هن وقت چئن ڪروڙن جي لڳ ڀڳ ٿي چڪي آهي. اها واڌ رڳو سنڌ جي آباديءَ ۾ ڪا نه آئي آهي، پر اهو سڄيءَ دنيا جو حال آهي. سنڌ ۾ نه ورهاڱي ۽ پاڪستان جي قيام کان پوءِ پارت مان ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن مان وڏي تعداد ۾ ماڻهو اچي آباد ٿيا آهن ان کان سواءِ هتي ايران، افغانستان ۽ وچ ايشيا جي ملڪن توڙي بنگلاديش، برما، سريلنڪا ۽ ٻين ملڪن مان به ماڻهو اچي آباد ٿيا آهن. جيڪا واڌ غير فطري آهي. گڏيل قومن واري اداري جي رپورٽ مطابق جون 1990ع تائين سڄيءَ دنيا جي آبادي 5 ارب 30 ڪروڙ هئي. جيڪا "يونيسڪو" جي رپورٽ موجب 2000ع تائين 6 ارب 40 ڪروڙ ٿيڻ جو امڪان هو عالمي بئنڪ جي 2000 جي رپورٽ موجب پاڪستان جي ڪل آبادي ان وقت 14 ڪروڙ 80 لک ۽ واڌ جي شرح 2.7 سيڪڙو هئي. ميڊيا جي غير سرڪاري انگن اکرن موجب هن وقت (2009ع) پاڪستان جي آبادي 17 ڪروڙ 62 لک کان به وڌيڪ آهي جڏهن ته سرڪار پاران نائين آدمشماريءَ بابت تياريون ڪيون پيون وڃن.

**آبتَ:** پاڻيءَ جي ڇڇڙ يا ڇينهري واري وقت ٻڌرانجن، واهن، شاخن، واٽرڪورسن، کڏين ۽ کسين جي ڪاٽيءَ لاءِ ڇيڙ (جنهن ۾ هر زميندار پنهنجا پنهنجا هاري ڏئي) يا ونگار جي سڏ. ٻنيءَ ٻاري جي ڪم ۾ هڪٻئي جي مدد (جيئن هر ڏيڻ، جهنگ وڍڻ، روئيو ڪرڻ، لابارو ڪرڻ، ڪاٽي ڪرڻ وغيره) ۽ بنا مزدوريءَ گڏجي ڪم ڪرڻ جي روايت کي، جنهن ۾ ڪمين ۽ ڪاسبين کي رڳو ماني کارائجي، آبت چئبو آهي.

**آبپاشي:** زرعي زمين کي پاڻي پهچائڻ واري سرشتي کي "آبپاشي" چئبو آهي. سنڌ ۾، پنج هزار سال اڳ "موهن جي دڙي" واريءَ تهذيب ۾ آبپاشيءَ جو بهترين نظام موجود هو اڄ به سنڌو درياهه جو پاڻي آبپاشيءَ لاءِ استعمال ٿئي ٿو.



اڳين وقتن ۾ سنڌ ۾ آبپاشيءَ جا ٽي طريقا هوندا هئا: 1- چرخي، 2- موڪي ۽ 3- بوسي. پهرئين طريقي کي "چاڙهي واري آبپاشي" سڏيو ويندو هو ڇو ته هن طريقي ۾ هرلي يا نار ذريعي پاڻي مٿي ڪڍبو، زمين ڏانهن نيئو پوندو هو جيڪڏهن زمين هيٺاهين، ڏانهن هوندي هئي ۽ ڪنهن ڪڙيءَ يا شاخ مان پاڻي زمين ڏانهن وهي سگهندو هو ته انهيءَ سرشتي کي "موڪي" يا "وهڪري واري آبپاشي" سڏيو ويندو هو جڏهن واهه ۾ پاڻيءَ جي سطح اوچي هوندي هئي ته قدرتي طرح هيٺ ٻنيءَ ۾ پاڻي پهچي سگهندو هو آبڪلاٽيءَ جي مدد جهڪي ٿيندي ٿي هاريءَ کي هرلو يا نار ڪتب آڻڻو پوندو هو جنهن طريقي کي "چرخي" سڏيو ويندو هو ٽئين طريقي کي "بوسي" سڏبو هو اهو طريقو خشڪ فصلن، خاص ڪري ڪڻڪ ۽ دالين جي فصلن اپائڻ لاءِ ڪم آندو ويندو هو پوکڻ جي وقت ۾ ٻنيون ٻارا سڀ پاڻيءَ سان تار ٿي ويندا هئا ۽ جڏهن پوکڻ هٿي وينديون هيون، ته اها سڪل وتائتي زمين کي دستوري طرح هر ڏيئي، کيڙي پوک ڪئي ويندي هئي ۽ انهيءَ پوک کي زمين ۾ اڳي ويل پاڻيءَ مان ريج ملندو هو

سمن جي دؤر ۾، پهريون دفعو جام ننڍي (نظام الدين) جي وزيراعظم دولهه دريا خان واهه کوٽايا. هن ان سلسلي ۾ ساڪري پرڳڻي ۽ ٺٽي جي آسپاس "خانواهه" ۽ سيوهڻ لڳ پٽ ٻاران ۾ "ساوه واهه" کوٽايا.

ڪلهوڙن جو دؤر، سنڌ جي زراعت، آبادي ۽ پوکيتن لاءِ سونهري دؤر هو ڪلهوڙا پاڻ آبادگار هئا ۽ زرعي پيشي کان پوريءَ طرح واقف هئا. تنهنڪري سندن صاحبيءَ ۾ آبپاشيءَ جي نظام ۾ وڏي تبديلي آئي. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هيٺيان نوان واهه کوٽايا ويا:

پراڻ، نارو، اڙل، گوني، ڦلجي، گونگڙو، لکي، سيٺا، ٻگهاڙ، امرڪس، نوروواهه، نصرت واهه ۽ سرفراز واهه جيڪي اڄ تائين موجود آهن

ٽالپرن جي دؤر ۾ به ڪافي واهه کوٽايا ويا. جن مان باگو واهه، مارڪ واهه ۽ ڪوروواهه قابل ذڪر آهن.

انگريزن پنهنجي دؤر حڪومت ۾، سنڌو درياهه تي سکر وٽ بند ٻڌايو. جيڪو "سکر بئراج" جي نالي سان مشهور آهي. هن بئراج تي دنيا جو وڏي ۾ وڏو نهري نظام قائم آهي.

هن وقت آبپاشيءَ جي مقصد سان سنڌ ۾ ٽي بئراج اڏيل آهن: سکر بئراج، گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج. جن جي واهن تي لکين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي.

سکر بئراج مان ست وڏا واهه نڪرن ٿا. جن ۾ ساڄي پاسي کان اتر اولهه ڪئنال يا کيرٿر ڪئنال، رائيس ڪئنال، دادو ڪئنال ۽ کاٻي پاسي کان اپرندو نارو، اپرندو خيرپور ڪئنال، روهڙي ڪئنال ۽ الهندو خيرپور ڪئنال نڪرن ٿا. هنن واهن تي 75 لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. گڊو بئراج مان به وڏا واهه بيگاري، سنڌ فيڊر ۽ پٽ فيڊر نڪرن ٿا. جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان جي 3 لک 66 هزار ايڪڙ زمين آباد ڪن ٿا. ڪوٽڙي بئراج مان چار واهه نڪرن ٿا. جن جا نالا ڪلري بگهاڙ، لائين چئنل، ڦليلي ۽ پڃاري آهن. هنن واهن تي حيدرآباد، بدين، ٺٽي ۽ ڄامشوري ضلعن جي 28 لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي.

**آب پيما:** هن اوزار کي هائڊرو ميٽر (Hydrometer) چيو وڃي ٿو. جنهن جي مدد سان پاڻيءَ ۾ ڪثافت، ملاوٽ يا آلودگيءَ جي خبر پوندي آهي. آرڪميڊيز نالي سائنسدان اهو اوزار ٺاهيو هو. هن جو سادو اصول اهو آهي ته جڏهن



ڪا ٿي، پاڻيءَ ۾ ٻڌي وڃي ٿي ته ان جو وزن به گهٽجي وڃي ٿو. پاليٿ جيتري گهاٽي هوندي، ٻاهرين شيءِ اوتري گهٽ ٻڏندي. جنهن مان معلوم ٿيندو ته پاڻي ۾ ڪيتري ڪثافت آهي. هائڊرو ميٽر شيشي مان ٺهيل هوندو آهي ۽ ان جي نلڪيءَ تي نمبر لکيل هوندا آهن. اڄڪلهه هتي شهري انتظاميا کير ۾ پاڻي جي ملاوٽ بابت هن اوزار مان اندازو لڳائيندي آهي.

**آبحيات:** امرت جل. اُهو پاڻي جنهن جي پيئڻ سان دائمي زندگي حاصل ٿئي. ان کي آبحيات چشمو آهي. ڏندڪٿائي روايتن مطابق خواجه خضر عليه السلام، بحر ظلمات ۾ وڃي اهو پاڻي پيتو، جنهنڪري دائمي زندگي مليس. آبحيات جي ڳولا ۾ سڪندر ذوالقرنين به نڪتو، مگر اهو پاڻي نه مليس. اڳاٽن لوڪن جو خيال هو ته آب حيات هڪ حقيقت آهي ان ڪري دنيا ۾ هر هنڌ موجود لوڪ ڪهاڻين ۽ ڏند ڪٿائن ۾ اهڙي سدا حيات بخش پاڻيءَ يا مشروب جو تصور ملي ٿو اڪثر قصن ۾ ديوتا ۽ شيطاني قوتون يا سورما ان پاڻي جي کوج ۾ مهمون سر ڪندا نظر ايندا آهن. هندو ڏند ڪٿائن ۾ ان کي 'امرت' چون ٿا جيڪو ديوتائن ۽ راڪاسن سمنڊ جو پاڻي ولوڙي حاصل ڪيو ۽ پوءِ ديوتائن دوکي سان اهو امرت پاڻ پي ڇڏيو يا راڪاسن کي دائمي زندگيءَ کان محروم ڪري ڇڏيو اهڙائي قصا يوناني ۽ رومي ڏند ڪٿائن ۾ به موجود آهن.

**آبحيات**[2] (ڪتاب): سنڌي ڪهاڻين جو ڪتاب جيڪو مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار غلام رباني آگري جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي. هي ڪچي جلد سان ڪرائون سائيز جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ 180 صفحا آهن ۽ قيمت 2 روپيا 8 آنا ڇاپيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان "زندگي پبليڪيشن". 1960ع ۾ شايع ڪيو1980ع واري ڏهاڪي ۾ اهو ساڳيو ڪتاب "افسانا" جي نالي سان سنڌ يونيورسٽي پريس مان به ڇپيو هو.

**آبدارُ:** آبپاشيءَ جو نظام هلائيندڙ کاتي جو ملازم. جيڪو ڪنهن واهه يا شاخ جي منهن کان وٺي ڪنهن خاص پيچ تائين سنڀال ڪري ۽ ڏسي ته واهه جي ٻنهي ڪپن جا ٻند سلامت آهن يا نه. واهه مان نڪتل ننڍن واٽر ڪورسن مان پاڻي صحيح ماپ سان وهي ٿو يا نه. يا واهه جي ڪپن سان بيٺل سرڪاري وڻ ضايع نه ٿا ٿين. جڏهن ته "پاڻيءَ جي درج رکڻ" به آبدار جو ڪم آهي. هو رهڪڙي جي حساب سان زميندارن کي پاڻيءَ جي درج وارو تفصيل ڏيندو آهي.

**آبدارُ**[2]: ڪراچيءَ جي هڪ ديهه جو نالو.

**آبدالي:** ٺٽي ننگر ۾ رهندڙ هڪ مشهور ذات آهي. عام طرح اهي حڪمرانن جي ملازمت ۾ رهندا هئا ۽ سنڌي حڪمرانن وٽ هلندي پڄندي هئي. انهيءَ ڪري پهاڪو مشهور ٿيو ته:

اپ الله جس پوره پترن جس،
ان آبدالين جي ڪوڙ ڪاتيارن جي

**آبدوز** ( Sub marine): سمنڊ جي اونهي پاڻيءَ اندر هلندڙ هڪ قسم جو ٻيڙو، جيڪو دشمن جي بحري جهازن کي اندر ئي اندر بارود سان Torpedoes ذريعي تباهه ڪري ٿو دنيا جي پهرين آبدوز ٻيڙي هڪ ولنديزي انجنيئر جي. ڊربل (J.Drebble) 1620ع ۾ تيار ڪئي. جيڪا عام ٻيڙين وانگر ڪاٺ جي ٺهيل هئي. پر ان تي چمڙو چاڙهيو ويو هو ۽ چپن سان هلائي ويندي هئي. 1776ع ۾ آمريڪي انقلاب دوران ڊيوڊ بشنيل (David Bushnell) نالي هڪ آمريڪي انجنيئر آبدوز جي ترقي يافته شڪل تيار ڪئي. جنهن وسيلي هن هڪ بحري جهاز کي ٻوڙڻ جي به ڪوشش ڪئي. اهڙيءَ ريت آمريڪا ۾ آبدوز ٻيڙين جي تياريءَ جو سلسلو شروع ٿيو 1800ع بشنيل جي اصول تي رابرٽ فلٽن "نائيلس (Nautilus) نالي هڪ آبدوز تيار ڪيو. جنهن کي جديد آبدوز جو سادو نمونو سڏي سگهجي ٿو ان کان پوءِ آمريڪا جي ٻن انجنيئرن. جي. پي. هالينڊ (J.P. Holland) ۽ سائمن لئڪ (Simon Lak) جي ڪوشش ۽ سخت محنت سان جديد آبدوز تيار ڪيو ويو. جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تيل سان ۽ سمنڊ اندر بجليءَ جي سگهه سان سٺي رفتار سان هلي سگهندو هو. هن سان بحري جهازن تي ڪامياب حملا به ڪيا ويا. 1900ع ۾ اهڙي قسم جو آبدوز آمريڪي سامونڊي فوج جي حوالي ڪيو ويو. پر وڏي پيماني تي آبدوز ٻيڙا جرمنيءَ تيار ڪيا ۽ پهرين عالمي جنگ ۾ انهن کي فوجي



مقصدن لاءِ ڪم آندو. ان کان پوءِ جپان به آبدوز جا ڪامياب نمونا ٺاهيا ۽ ٻي عالمي جنگ دوران وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون. ائٽمي سگهه تي هلندڙ پهريون ائٽمي آبدوز Nautilus 1954ع ۾ آمريڪا ۾ تيار ٿيو جيڪو ائٽمي قوت سان سڄي دنيا جو چڪر هڻي آيو 1960ع ۾ آمريڪا 447 فوٽ ڊگهو ٽرائٽن (Triton) آبدوز تيار ڪيو. جيڪو پاڻيءَ جي سطح تي اڀرڻ سواءِ سڄي دنيا جو چڪر هڻي آيو ان بعد آمريڪا جي تيار ڪيل "جارج واشنگٽن آبدوز" ڪيترن مهينن تائين سمنڊ ۾ رهي. رڪارڊ قائم ڪيو ان ۾ ميزائل به نصب ڪيا ويا هئا. هن وقت آمريڪا کان سواءِ روس، برطانيا، فرانس، چين ۽ ٻين ڪيترن ملڪن وٽ ائٽمي آبدوز توڙي عام رواجي آبدوز موجود آهن.

هن ٻيڙي کي "ڪوبو جهاز" به چيو ويندو آهي. سنه 1940ع ۾ آمريڪا جي سائنسدانن ائٽمي قوت سان هلندڙ آبدوز ٺاهيو. جنهن ڪيترن ئي ڏينهن تائين سمنڊ ۾ اندر ئي اندر رهي، مختلف سائنسي تجربا ڪيا.

پاڪستان جو "سب ميرين فورس" اپريل 1964ع ۾ ٺاهيو ويو سيپٽمبر 1965ع واري پاڪ - ڀارت جنگ دوران پاڪستان جي پهرين آبدوز "غازي" ڪيترين راتين تائين پاڻي اندر رهي ڀارت جي هڪ وڏي بحري اڏي دوارڪا کي تباهه ڪيو هو ان جو ڪمانڊر ڪرامت رحمان نيازي هو. پاڪستان جي آبدوز کي ڳولي نه سگهڻ ۽ تباهه نه ڪرڻ جي الزام ۾ ڀارتي بحريه جي ڪمانڊر ان چيف کي نوڪريءَ تان برطرف ٿيڻو پيو هو. هيءَ آبدوز 1971واري جنگ ۾ ڪراچيءَ کان چٽگانگ ويندي حملي ۾ تباهه ٿي وئي هئي. هن وقت پاڪستاني بحري فوج وٽ عام آبدوز 5 اليڪٽرانڪ آبدوز ۽ انهن جي تياريءَ لاءِ سکيا ورتل نيول انجنيئر به موجود آهن.

**آبدوز شڪن:** انگريزي ۾ ان هٿيار کي (Anti- submarine) چئبو آهي. هن جنگي هٿيار سان آبدوز کي تباهه ڪري سگهبو آهي. پاڻي اندر ڪنهن دشمن ملڪ جي آبدوز کي تباهه ڪرڻ لاءِ آبي بم، آبي توپون، آبدوز سرنگهون ۽ تارپيڊو خاص ايجادون آهن. هن وقت ترقي يافته ملڪن وٽ



جديد قسم جا آبدوز شڪن موجود آهن ٻي عالمي جنگ دوران آبدوزن جو پتو لڳائڻ لاءِ سونار (sonar) نالي اوزار نهايت ڪارگر ثابت ٿيو. آبدوز ٻيڙو هڪ آبدوز شڪن سان آسانيءَ سان تباهه ٿي ويندو آهي. ڇهه ڪان ست بحري جهاز گڏجي مٿس حملو ڪندا ته ڪو نه ڪو گولو ڪيس لڳي پوندو ۽ آبدوز کي ٻوڙي ڇڏيندو.

**آبرائي:** سرنڌائي فقيرن جو هڪ گروهه جيڪي سرندو وڄائي، ماڻهن مان جِن ڪيڻ جي دعويٰ ڪندا آهن.

**آبري:** "سسئي- پنهونءَ" جي قصي بابت، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ آيل سسئيءَ بابت پنجن سُرن مان ڀهرئين سُر جو نالو "آبري". "شاهه جي راڳ" جي هڪ راڳڻي به آهي.

**آبڙ:** سنڌ جي سماٽ ڀريءَ کي عام طرح "آبڙ" سڏيو وڃي ٿو جنهن ۾ سمورا ابڙا ۽ سنڌن نکون اچي وڃن ٿيون. آبڙ يا ابڙن جو شجرو "تحفة الڪرام" موجب هيٺينءَ طرح آهي: ابڙو پٽ راڻڌ پٽ ڪاڪا پٽ سمو پٽ لاکو پٽ اتڙ پٽ لاکو پٽ لاکير پٽ اُڙو پٽ اوڙ پٽ نوتيار پٽ نيت پٽ هسپ. جيڪو سنڌ جي سمن جو ڏاڏو هو ابڙن جا ڪيترائي پاڙا ۽ نکون آهن ۽ نج سنڌي آهن.

**آبڙي:** نصرپور اسٽيشن کان ڏکڻ طرف جاڙين مورين وٽ هڪ ماڳ آهي، جتي ڇِتن شاهه جي درگاهه آهي.

**آبِ زُلال:** صاف ۽ مٺو پاڻي. عربستان جي واريءَ سي علائقي مان کوٽي ڪڍيل صاف پاڻيءَ کي آب زلال چوندا آهن. جڏهن ته علامه دميري پنهنجي مشهور ڪتاب "حيات الحيوان" ۾ لکي ٿو ته زلال ڪيڙو برف ۾ ٿيندو آهي. هن جي جسم تي پيلا ٽبڪا هوندا آهن ۽ قد ۾ آگر برابر ٿيندو آهي.



**آبِ زمزم:** ڪعبة الله شريف جي قديم چشمي جو اهو مٺو پاڻي، جيڪو حاجي سڳورا حج دوران پيئڻ ۾ ڪم آڻيندا آهن. آب زم زم جو کوهه چار گز ويڪرو ۽ 9 گز اونهون آهي. هن کي "چاهه زم زم" به چوندا آهن. زم زم کوهه واري عمارت 1960ع ڌاري نهين تيار ٿي. هن کوهه جو انجيل ۽ توريت ۾ به ذڪر آهي. ان کوهه جو پاڻي ڪيترين صدين تائين جاري رهيو. ليڪن بعد ۾ اهو بند ٿي ويو. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي ڏاڏي عبدالمطلب لاءِ، چون ٿا ته کيس خواب ۾ اشارو مليو بعد هن پنهنجي پٽ حارث جي مدد سان تحقيق ڪري وڏن ڪشالن سان ان کوهه جو صحيح هنڌ معلوم ڪري، تنهن سر کوٽائي، ورِي آب زم زم جاري ڪيو.

هيءَ چشمو ان وقت جو يادگار آهي، جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام، پنهنجي گهرواريءَ بيبي هاجره ۽ پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي ڪارڪن جي هڪ ٽيلهي ۽ پاڻيءَ جي سانداري ڏني. ڪين خدا تعاليٰ جي حڪم تي ڇڏي واپس هليو ويو. جڏهن پاڻي ختم ٿيو ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام اڃ کان لڇڻ لڳو، تڏهن بيبي هاجره پاڻيءَ جي ڳولا ۾ ڊوڙڻ لڳي ۽ صفا ۽ مروه ٽڪرين جي وچ ۾ ست ڊوڙون پاتائين.



آب زم زم واري کوهه جي مليل قديم تصوير

حضرت اسماعيل عليه السلام سخت اڃ جي حالت ۾ ڪڙيون هڻڻ لڳو. خدا جي قدرت سان ان هنڌان پاڻيءَ جو چشمو ظاهر ٿي پيو. بيبي صاحبه سانداريءَ ۾ پاڻي ڀري، حضرت اسماعيل کي پياريو ۽ پاڻ به پيتائين. چشمي جو پاڻي وهڻ لڳو ته بيبي صاحبه پاڻيءَ کي حڪم ڪيو ته "زم زم" يعني "بيهه، بيهه". پوءِ ان چشمي تي نالو ئي پنجي ويو "زم زم". هيءُ لفظ بابلي ٻوليءَ جو آهي.



**آبشار:** جبل جي مٿانهين، کان ڪِرندڙ پاڻي. آبشار جي انهيءَ زورائتي ڪِرڻ واري عمل تحت بجلي پيدا ڪئي ويندي آهي. آبشار جا ٻه قسم ٿيندا آهن: هڪ اهي جيڪو بلنديءَ کان هيٺ ڪري ٿو ۽ ٻيو اهو جيڪو درياهه جي تيز پاڻيءَ جيان وهندو آهي. دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ننڍا وڏا آبشار موجود آهن ۽ ڪٿي ته مصنوعي آبشار به تيار ڪيا ويا آهن قدرتي ۽ مصنوعي آبشار ماڻهن جي تفريح لاءِ دلچسپ ٿين ٿا. دنيا جو وڏي ۾ وڏو آبشار "اينجل" آهي. جيڪو وينزويلا ۾ آهي ۽ 3212 فوٽن جي بلنديءَ تان هيٺ ڪري ٿو جڏهن ته دنيا جو ويڪرو ۽ تيز آبشار "گوئيرا" آهي جيڪو برازيل ۽ پيراگوئي ملڪن جي وچان لنگهي ٿو آمريڪا ۽ ڪينيڊا جي گڏيل سرحد تي "نياگرا" جو آبشار آهي، جيڪو تمام خوبصورت آهي سنڌ ۾ ڪاڇو اهڙي جابلو ندي ڪاڇهي، جنهن جو پاڻي آبشار جي صورت وٺي، ڪيرٿر جبل ۾

ڪٿي ڪٿي ننڍا ننڍا آبشار آهن البت ڪراچيءَ جي ويجهو "ڪلڊيجي" ڳوٺ وٽ هڪ ننڍ مان ٿوري مقدار ۾ دائمي وهندڙ پاڻي 30-25 فوٽن جي اوچائيءَ تان ڪري، آبشار ٺاهي ٿو.

**آب شمار:** پاڻيءَ جي ماپ ڪرڻ وارو اوزار. جيڪو P.W.D ۽ پاڻيءَ سان واسطو رکندڙ ٻين کاتن وٽ ٿيندو آهي. پاڻيءَ جي ماپ لاءِ درياهن، ٻنڌن ۽ واهن تي ماپ پٽيون لڳل هونديون آهن. جن تي فوٽ ۽ انچ ڇپيل ٿيندا آهن. پاڻي مٿي چڙهندو آهي ته انگ آهستي آهستي ٻڏي ويندا آهن. جڏهن پاڻي لهندو آهي ته وري پڌرا انگ ظاهر ٿي پوندا آهن. پاڻيءَ جي ٽانڪين ٻاهران به اهڙيون پٽيون لڳل ٿينديون آهن. جن تي هڪ تير مثل اوزار لڳل هوندو آهي. ٽانڪي پاڻيءَ سان ڀريل هوندي، ته تير هيٺ ٿيل هوندو آهي. پر ٽانڪي خالي هوندي آهي ته اهو تير وري مٿي تي ويندو آهي. ايئر ۽ روم ڪولرن ۾ وري ڊائل لڳل ٿيندو آهي. ان وسيلي خبر پوندي آهي ته ايئر يا روم ڪولر ۾ ڪيترا لٽر پاڻي بچيو آهي. پاڻيءَ جي ماپ جا اهڙا ڊائل ڪارخانن ۽ فيڪٽرين ۾ به لڳل ٿيندا آهن. ٻنڌن ۽ ڊيمن مان پاڻيءَ جي نيڪال جي ماپ ڪيوزڪس Cusecs مان ورتي ويندي آهي. هن کي آب پيما به چئبو آهي.

**آبڪاري** (Excise): هي عالمي معيشت جو هڪ اصطلاح آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اهڙو ٽاڪس، محصول يا آبڪاري، جيڪا اهڙين شين تي لاڳو ڪئي وڃي. جيڪي ملڪ اندر تيار ڪيون وڃن. آبڪاري (Excise) ملڪ جي ترقيءَ ۽ خرچ جي پورائيءَ لاءِ لاڳو ڪئي ويندي آهي. سموربن نشي آور شين، عياشي، آسائش ۽ آرائش جي سامان جي گهٽ واهپي ڪرڻ يا مالي وسيلن جي بحاليءَ تي سڀني اثر وجهڻ لاءِ خاص شين جي خريد، وڪري ۽ تياريءَ تي آبڪاري (Excise) ٽئڪس لاڳو ڪيو ويندو آهي. ساڳيءَ ريت سئنيمائن ۽ ٻين تفريح گاهن تي پڻ "تفريحي ٽئڪس" جي نالي سان آبڪاري محصول ورتو ويندو آهي. آبڪاريءَ مان وصول ٿيندڙ رقم، حڪومت ڪيترن ترقياتي ڪمن ۽ عوام جي ڀلائيءَ وارين رٿائن تي ڪتب آڻيندي آهي. آبڪاري، محصول يا ٽئڪس جي تاريخ پراڻي آهي. جاگيرداري دور ۾ ماڻهن کان محصول ورتو ويندو هو. شاهه لطيف به پنهنجي رسالي ۾ محصول جو نعم البدل (مَٽُ) لفظ "زاٽر" ڪم آندو آهي. جهڙوڪ.

ته ڪا جهل نه پل، نه ڪو زاٽر ڏيهه ۾ا (شاهه)

جڏهن کان قومي رياستون وجود ۾ آيون. ملڪن ۾ صنعت ۽ حرفت جي ترقي ٿي ته واپاري نظرين جي جديد حڪمت عمليءَ هيٺ حڪومتن پنهنجي خرچ جي پورائيءَ لاءِ محصول ۽ ٽئڪس لاڳو ڪيا. آبڪاريءَ جا ڪيترا قسم ٿين ٿا: (1) محصول يا آبڪاري (Excise) (2) ڪسٽم (Custom)، ڪسٽم اهڙو محصول آهي. جيڪو رڳو ٻاهران ايندڙ يا ٻاهر ويندڙ شين تي لاڳو ٿيندو آهي. اسان جي ملڪ ۾ هر سال بجيٽ ۾ نوان ٽئڪس لاڳو ڪيا ويندا آهن. هن وقت اسان جي ملڪ ۾ هر شيءِ تي آبڪاري ٽئڪس لاڳو آهي.



**آبڪلاتي:** پاڻيءَ جي ڪٺلاتي. سنڌو درياهه ۾ پاڻيءَ جي چاڙهه جي موسم مئي، جون، جولاءِ ۽ آگسٽ مهينن وارو عرصو آهي جنهن ۾ عموماً درياهه ڪچي واريءَ زمين تي ٻوڙ ڪندو آهي. هن مند ۾ چوماسي جي مينهن جو پاڻي تبت جي سنگي ڪباب (ٿڌهن جو مٿهن) کان مانسرو ور ونڊ کان ٿيندو. هماليه جبلن جي گليشيئرن جي رجيل پاڻيءَ کي ڪلندو ڪشمير سرحد ۽ پنجاب صوبي جي ندين نالن کان ٿيندو سنڌوءَ ۾ پوندو آهي.

**آب ڪوثر:** ڪوثر چشمي يا حوض جو پاڻي (مذهبي روايتن موجب بهشت ۾ ڪوثر نالي هڪ چشمو آهي. جتان نيڪوڪار ماڻهن کي پاڻي نصيب ٿيندو) حضرت انس بن مالڪ رضہ جي روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: (معراج جي رات) آءٌ بهشت ۾ گهمي رهيو هئس ته منهنجو گذر هڪ پاڻيءَ جي نهر وٽان ٿيو جنهن جي ٻنهي طرفن خالي موتين جا گنبذ هئا. مون فرشتي جبرئيل کان پڇيو ته ان وراڻيو ته: "هي ڪوثر آهي اهو ڪوثر جيڪو اوهان کي رب پاڪ عطا ڪيو آهي". مون ڏٺو ته ان جي مٽي نهايت خوشبودار هئي حديث شريف ۾ اچي ٿو ته قيامت جي ڏينهن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم انهيءَ حوض جو پاڻي پنهنجن امتين کي پيارينديو.

حضرت زيد بن ارقم رضہ فرمائين ٿا ته اسان سفر ۾ رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هئاسون ته پاڻ سڳورن هڪ هنڌ لهي فرمايو ته "توهان انهن لکن ٽولن مان هڪ جزو آهيو جيڪي حوض ڪوثر تي مون وٽ ايندڙ" ماڻهن زيد بن ارقم رضہ کان پڇيو ته ان ڏينهن توهان جو تعداد ڪيترو هوا فرمايائون ته ست يا اٺ سؤ"

**آبگير:** گهوڙن جو هڪ مرض، جنهن ۾ گهڻي پنڌ ڪرڻ يا ڏاڍي ڪارائڻ کان پوءِ يڪدم پاڻي پيارڻ سان گهوڙي جا سنڌ ونجي پوندا آهن.



**آبنوس** (Ebony) : هڪ قسم جو وڻ. جنهن جو ڪاٺ ڪارو، ٺهرو ۽ قيمتي ٿئي ٿو.ڪاري رنگ جي ڪاٺي، جا دوائن ۾ ڪم اچي ٿي ۽ گرم خشڪ مزاج رکي ٿي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته اها ڪاٺي حڪمت ۾ استعمال ٿئي ٿي.

**آبنوس**[2] (مڇي): آبنوس سنڌ جي مڇيءَ جو هڪ قسم به آهي.

**آبو جبل:** هندوستان جي صوبي راجستان جو هڪ جبل. جيڪو سمنڊ جي سطح کان ساڍا چار هزار فوٽ اوچو آهي. جيئن ته هي جبل آبو (Abu) شهر جي ويجهو آهي. انهي ڪري هن جبل کي آبو جبل (Mount Abu) سڏيو وڃي ٿو هي مشهور هل اسٽيشن (Hill Station) به آهي. هي جبل احمد آباد کان 176.9 ڪلوميٽر اتر طرف آهي. هن جبل جي سڀ کان اوچي چوٽي تقريباً



پنج هزار ڇهه سئو (5600) فوٽ مٿي آهي. اهو ئي سبب آهي جو هي جبل صحت افزا مقام طور سڄي ڀارت ۾ مشهور آهي هت ماڻهو تفريح لاءِ ايندا آهن ان سان گڏو گڏ جين مذهب جا پوئلڳ پڻ هر سال هزارن جي تعداد ۾ ايندا رهندا آهن. ڇاڪاڻ جو جين مذهب جا هن هنڌ ڪيترائي مندر آهن. آبو جبل جو احوال مهاڀارت ۾ پڻ موجود آهي. مهاڀارت ۾ هن کي "اربودا جبل" چيو ويو آهي. هتي جي مندرن مان هڪ مندر "تيج پال" جي نالي سان مشهور آهي

جيڪو سن 1197ع کان 1247ع ۾ ٺهي راس ٿيو. هڪ ٻيو مندر جيڪو سولنڪي خاندان جي حڪمرانن تعمير ڪرايو، سو سڀني مندرن کان پراڻو مندر آهي. اهو مندر 1032ع ۾ جڙي راس ٿيو.

**آبهوا:** لفظي معنيٰ "پاڻي، ۽ هوا جي گڏيل ڪيفيت". اصطلاحي معنيٰ "ڪنهن ملڪ، شهر يا خطي جي موسمي طبعي حالت". سنڌ ۾ چار مندون ٿين ٿيون: سيارو، بهار، اونهارو ۽ سرد. فيبروري جي اڌ کان بهار يا بسنت جي مند شروع ٿيندي آهي. جيڪا اپريل جي اڌ تائين هلي ٿي ۽ پوءِ گرمي شروع ٿيندي



آهي. مينهن جي موسم جون، جولاءِ کان شروع ٿيندي آهي. گرميءَ ۾ ٻنپهرن جو سج ڪلهن تي هوندو آهي. جهنگلي گرميءَ جو درجو وڌي ويندو آهي. جون جو مهينو سخت گرم هوندو آهي. انهيءَ مهيني ۾ جيڪب آباد ۾ گرميءَ جو درجو 126 فارنهائيٽ ڊگرين تائين پهچي ويندو آهي. عام طرح اونهاري ۾ گرميءَ جو درجو 115 فارنهائيٽ ڊگريون هوندو آهي. نومبر کان سياري جي مند شروع ٿي ويندي آهي. سياري ۾ هوا اتر اڀرندي کان لڳندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن برسات به پوندي آهي.

ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽو ۽ بدين ضلعا سامونڊي ڪناري سان لاڳو هئڻ ڪري، اونهاري ۾ گهٽ گرم ۽ سياري ۾ گهٽ سرد ٿين ٿا. سره جي رت تياوليءَ ۽ ٻن چئن جي رت هوندي آهي ۽ سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جا ڏهاڙا سره ۾ شمار ٿيندا آهن. هيءَ مند ڪڪ پوکڻ جي هوندي آهي. سنڌ جي جدا جدا خطن ۾ دنيا جي اڪثر ملڪن وانگر گرميءَ توڙي سرديءَ جو درجو گهٽ وڌ به ٿيندو رهندو آهي.

**آبي:** پاڻيءَ جو رنگ. جيڪو نيراڻ مائل ٿئي ٿو عام طرح هلڪي نيري رنگ کي "آبي رنگ" چوندا آهن طب جي اصطلاح ۾ انسان جي طبيعت يا مزاج جي هڪ ڪيفيت جو نالو، آبي آهي.

**آبيانو:** سرڪاري واهن مان پاڻي کڻڻ تي مقرر ٿيل هڪ قسم جي ڍل. جيڪا سڀئي آبادگار ۽ زميندار ادا ڪندا آهن.

**آبي پکي:** هنن پکين ۾ ڦان، هنج، بدڪون، ٻگهه، ٽيٽ، ڏور، سانهه، ڪانهرا، لاڪا، ٽوپا، آبي ڪڪڙيون، پيهوڙي، جاهو، ڪيٽاڻي، ڪهنگ، آڙي وغيره شامل آهن. انهن مان اڪثر پکي سياري ۾ مهمان ٿيندا آهن. پر ڪافي جنسون سنڌ جون مقامي به آهن. هنن کي پاڻيءَ جا پکي يا واندي پکي به چئبو آهي. هي ٻن قسمن جا ٿين ٿا. هڪڙن جي پيرن ۾ پردا ٿيندا آهن ۽ پردن سان آڱريون ڳنڍيل هونديون آهن. اهي گهڻي ڀاڱي بدڪ جي نسل ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا ۽ مڇي کوڙ کائين. سنڌن کاڌو گاهه تي ڄڙهيل سينور، ننڍڙا ڪوڙا ۽ سارين آهي. گاهه جي مٿان سينور ڪائڻ مهل سڦا ننڍڙي مڇي وات ۾ اچي ويندي اٿن ته ڳهي ويندا آهن. بدڪ جي نسل جا ڪيترائي پکي سياري جي موسم ۾ درياهن، تلائن ۽ ڍنڍن ۾ ايندا آهن. جهڙوڪ نيرگ، ڊگوش، ڪرڙ، چيڪلو، سرخاب (ڪنواڄ)، دهلاري (ڳهٽي)، هنجهه، رتنبو ۽ ٿهڙ وغيره.

ٻيا پکي وري بدڪ جي نسل ۾ شمار نه آهن. پر پير ڳنڍيل اٿن. اهي به









مڇي کوڙ کائين. مثلاً: لاکي جاجي ۽ منگهه ڏوريو وغيره اهي پکي بدڪ وارو ساڳيو کاڌو کائين ٿا. پر بدڪ کان گهڻا وڏا آهن. اهي پکي، جن جا پير ڳنڍيل ناهن ۽ خاص مڇي کائين ٿا. سي آهن: پيڻ، سرو ۽ ڪانڙو وغيره جن جا پير ڳنڍيل نه آهن. سي سڀئي پکي ڪاٺ جا ڪوڏيا آهن. مثلاً: ٽوڙ، سانهه، جاهو، چنڊوڙ، ملهنگ، ڪهنگ، پرهڙو، سپاڪي، ڪوڪاٺ، ٻگهه، ٻگڙي، ٻولاريون، ڪانيرو ۽ ٻولاهي وغيره. پکين جا اهي ٽالا سنڌ جي ڏچولي واري حصي ۾ اڇاريا ويندا آهن.

انسان جي سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي سڀ آبي پکي سائبيريا، روس ۽ ايران وغيره کان اچن ٿا. انهن سڀني پکين جي رهڻي ڪهڻي گهڻو ڪري هڪ جهڙي آهي. اهي سڀ پکي رات جو کاڌو کائين ۽ ڏينهن جو جتي گهڻو پاڻي ۽ صفا ميدان هوندو آهي. اتي ماٺ ڪريو ويٺا هوندا آهن. پوءِ سج لٿي مهل سڀ اٿندا ۽ جدا جدا ڍنڍن ۽ تلائن ۾ وڃي لهندا. صبح جو پاڪ ڦٽيءَ مهل وري اڏري اچي ساڳئي هنڌ تي گڏ ٿي ويهندا. مارچ مهيني ۾ گهڻو ڪري پاهران آيل سڀ پکي هليا ويندا آهن.

**آپون:** سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪاڏي جي هڪ وڻ، اُن جي ڏا ڪڄن ڏا پڪن سنگن ۾ موجود داڻن کي به آپون چئبو آهي. ڪڻڪ، جوئر ۽ باجهري جي سنگن مان ڪچا داڻا ڪڍي باهه تي سيڪي انهن داڻن کي مهٽي. ڪلون پري ڪري ڪائبو آهي جنهن کي ڪيرو ان چئبو آهي. هن ڪيري ان کي سنڌ ۾ آپون چوندا آهن.



**آتشبازي:** ڦٽاڪي راند يا بارود مان ٺهيل سامان سان رنگبرنگي روشني پيدا ڪرڻ واري راند. جيڪا دنيا جي سڀني ملڪن ۾ قديم زماني کان رائج آهي. آتش بازيءَ جو فن ڪيئن شروع ٿيو ۽ آتش بازيءَ جي شروعات ڪهڙي قوم يا ملڪ کان ٿي، ان بابت پڪ سان ڪجهه به چئي نٿو سگهجي. ليڪن ڪتابن جي مطالعي مان خبر پوي ٿي، ته قديم چيني هن فن کان واقف هوندا هئا. هن فن کي باقاعدي ترقيءَ تي پهچائڻ انهن چينين پهچايو هنن آتشبازيءَ واري فن تي نوان نوان تجربا ڪيا. ان ڪري اهڙو سامان تيار ڪيائون، جنهن سان آتش بازي هڪ مستقل وندر يا

راند جي صورت اختيار ڪري ورتي. چين ۾ وڏن وڏن ميلن ۽ ڏڻهن تي آتشبازيءَ جا مظاهرا ڪيا ويندا هئا. ڦٽاڪن جي اهميءَ راند اڳتي هلي ايتري ته مقبوليت حاصل ڪري ورتي، جو وڏن تهوارن تي عام ماڻهن سان گڏ امير ۽ وقت جا بادشاهه به آتشبازيءَ جي مظاهري مان لطف اندوز ٿيندا هئا. آتشبازيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ بارود واريون سيڪي شيون ڪاغذ يا جهليءَ مان



ٺهيل ڪوٺي ۾ بند ڪيون وينديون آهن. جن کي تيلي ڏئي باريو ويندو آهي. شروع شروع ۾ ڦٽاڪن ۾ پوٽاشيم نائٽريٽ استعمال ڪئي ويندي هئي. ان کان پوءِ پوٽاشيم ڪلوراٽيڊ استعمال ٿيڻ لڳي. 14 صدي عيسويءَ ۾ جڏهن بارود دريافت ٿيو ته ان سان گڏ آتش بازيءَ واري سامان جي تياريءَ ۾ نواڻ اچي وئي. ان سلسلي ۾ اٽلي اهو ملڪ آهي، جنهن آتش بازيءَ جي سامان کي تجارتي بنيادن تي ٻين ملڪن ڏانهن وڪرو ڪرڻ شروع ڪيو. برطانيا ۾ راڻي ايلزبيٿ اول جي دور ۾ آتش بازيءَ جو فن عروج تي پهچي چڪو هو ڇو ته هيءَ خود به آتش بازيءَ مان مزو وٺندي هئي. آتش بازيءَ جو سڀ کان وڏو مظاهرو لنڊن ۾ سن 1919ع ۾ پهرين عالمي جنگ جي خاتمي جي خوشيءَ سبب ڪيو ويو هو. جنهن کي سڄي دنيا ۾ آتش بازيءَ جي يادگار مظاهري طور اڃا تائين ياد رکيو وڃي ٿو. جڏهن ٻي عالمي جنگ جو خاتمو ٿيو ته به 1946ع ۾ لنڊن ۾ ئي آتش بازيءَ جو وڏو مظاهرو ٿيو هو اهڙا ته رنگ برنگي ڦٽاڪا ۽ ٽونٽا ڇوڙيا ويا، جو ڏسندڙ حيران رهجي ٿي ويا. اهو ڄڻ ته هڪ عجيب خواب هو. 1953ع ۾ جڏهن موجوده ملڪ ايلزبيٿ ٻي تخت نشين ٿي. تڏهن به لنڊن ۾ آتش بازيءَ جو هڪ يادگار مظاهرو ٿيو هو اهو مظاهرو پڻ دنيا جي لکين ماڻهن ڏٺو هو ان مظاهري کي فلم ذريعي رڪارڊ ڪري هميشه جي لاءِ محفوظ ڪيو ويو. اسلامي ملڪن ۾ پڻ آتش بازيءَ جا ڪيترائي يادگار مظاهرا ٿي چڪا آهن. عباسي خليفن جي دور ۾ بغداد ۾ ٿيل آتش بازيءَ جا مظاهرا ڪتابن ۾ محفوظ آهن. ننڍي کنڊ ۾ وري آتش بازيءَ جو فن ايران کان آيو مغلن جي حڪومت جي دور ۾ عيدن براتن، ڏياريءَ ۽ هوليءَ جي موقعي تي آتش بازيءَ جا وڏا وڏا مظاهرا ٿيندا هئا. هينئر به شب برات جي موقعي تي پاڪستان جي ننڍن وڏن شهرن ۾ آتش بازي ڪئي ويندي آهي. ڦٽاڪن تي سندن خاصيتن مطابق نالا پڻ رکيا ويا آهن جهڙوڪ "ڏاڙهون"، "سورج مکي"، "وڇون" ڦلجهڙيون ۽ "چنگاڻي تيليون" وغيره سال 1984ع ۾ لاس اينجلز ۾ ٿيل اولمپڪ راندين جي موقعي تي آمريڪي ماهرن ليزر شعاعن جي مدد سان آتش بازيءَ جو جيڪو حيران ڪندڙ مظاهرو ڪيو هو. تنهن سڄي دنيا جي ماڻهن کي سحر انگيز ڪري ڇڏيو هو. اڄ آتش بازي جديد سائنسي دور ۾ داخل ٿي چڪي آهي. ان هوندي به ڪڏهن ڪڏهن آتش بازيءَ مان وڏا حادثا به ٿي پوندا آهن. اهڙن ئي حادثن مان هڪڙو حادثو سن 1777ع ۾ پيرس ۾ پيش آيو هو ان وقت پيرس ۾ عالمي سطح تي آتش بازيءَ جو مظاهرو ٿي رهيو هو. ته اوچتو باهه لڳي وئي. جنهنڪري 8 هزار کان به مٿي ماڻهو اجل جو شڪار ٿي ويا هئا. ان کان سواءِ ننڍيا وڏا حادثا ٻين جاين تي به ٿيا آهن. هندستان ۽ پاڪستان ۾ آتشبازي عام آهي.

**آتش پرست:** باهه جي پوڄا ڪندڙ ماڻهو. قديم دور ۾، خاص طرح وچ مشرق ۾ باهه (آتش) جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. قديم ايرانين باهه کي طاقت جو مظهر تصور ڪندي، ان جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي. زرتشت جي مذهب جو بنياد به باهه جي پوڄا تي ٻڌل هو ايران جو "برامڪ" يا "برمڪي" گهراڻو باهه جو پوڄاري هو ڪي آريا قبيلا به جوت جا پوڄاري هئا. هندستان ۾ باهه جي ديوتا جو نالو "اگني" آهي. اڄ به آتش پرستن جي ٽڪاڻن ۾ جوت هميشه ٻرندي رهندي آهي. اسلام جي آمد کان پوءِ ايران مان لڏپلاڻ دوران ڪڇين آتش پرست سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا ۽ پنهنجا عبادت گهر قائم ڪيائون.

پارسي نسل جي انهن آتش پرستن کي سنڌ ۾ "پارسي" ۽ ڪي ماڻهو "گبر" به سڏيندا آهن سنڌ ۾ اهي گهڻو ڪري ڪراچي شهر ۾ رهندڙ آهن.

**آتش پرستي** Fire Worship: تاريخ جي آغاز کان به اڳ باهه جي اهميت ۽ قدر سبب ان جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. باهه کي هڪ مقدس طاقت سمجهي ان کي هڪ ديوتا جهڙي اهميت ڏئي پرستش ڪئي ويندي هئي. هندن جي قديم ويدن ۾ اگني ديوتا بابت بيان



ملي ٿو اگني ديوتا انسان ۽ ديوتائن وچ ۾ هڪ مقدس قاصد جي حيثيت رکندو هو ديوتائن کي خوش رکڻ جي لاءِ باهه جي قربانيءَ جو عملي تصور وجود ۾ اچي چڪو هو ان ڪري گهرن ۽ مندرن ۾ هميشه باهه کي روشن رکيو ويندو هو اگني ديوتا ڏانهن منسوب ٿيل ڪيترن ئي پارتي مندرن ۾ باهه کي قائم رکيو ويندو آهي. ان کان سواءِ زرتشت مذهب وارا پنهنجي آتشڪدي ۾ هميشه باهه کي ٻريل رکندا آهن. هابيل جي قربانيءَ جو تذڪرو واقعي ۾ پڻ باهه جي ملي ٿو. قديم يوناني هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن يا هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن ويندا هئا. ته پاڻ سان باهه به ضرور کڻندا هئا. اولمپڪ راندين ۾، اولمپڪ مشعل کي روشن رکڻ جي پويان به، دراصل باهه جي تقدس کي برقرار رکڻ جي معنيٰ سمايل آهي. ايران ۾ زرتشتين باهه جي پوڄا کي باقاعدي مذهب جي شڪل ڏئي ڇڏي هئي. هنن وڏا آتش ڪده تيار ڪيا، جن ۾ باهه کي هميشه روشن رکيو ويندو هو هاڻي وري ايران ۾ پراڻا آتش ڪده آباد ٿي رهيا آهن. پارسي مذهب ايران ۾ پيهر ڪرموڙي رهيو آهي. دنيا ۾ جتي به پارسي آباد آهن. اهي باهه جي پوڄا ڪندا آهن. پارسي مذهب ۾ باهه کي مذهب جو روح ۽ مقدس ترين قوت سمجهيو وڃي ٿو قديم اسرائيلي پڻ باهه جي پوڄا ڪندا هئا. پر حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي پيغمبريءَ واري دور ۾ يهودين کي باهه جي پوڄا کان منع ڪئي ۽ فقط "يهودا" يعني خدا جي عبادت جي تعليم ۽ ترغيب ڏني. قديم يوناني فيلسوفن ارسطو ۽ افلاطون هن دنيا جي هر شيءِ کي چئن عنصرن جي پيداوار قرار ڏنو آهي. انهن ۾ پاڻي، مٽي، هوا ۽ باهه اچي ٿا وڃن ۾ ڪيترا فيلسوف باهه کي تخليق جي سڀ کان وڏي قوت ٿا سمجهن هن وقت انساني ذهن مذهبي خيالن ۽ رسمن کان باغي ٿي رهيو آهي. ماديت پنهنجي عروج تي آهي. تڏهن به ايران ۽ ٻين ملڪن ۾ زرتشتي پنهنجي مندرن ۾ باهه جا آڙاهه قائم ڪري ان کي هميشه ٻريل رکندا آهن ۽ ان جي باقاعدي پوڄا ڪندا رهندا آهن. سنڌ ۾ ٻهراڻين ۾ چلهه ۾ ٽانڊو وسامڻ نه ڏيندا آهن. بلڪ رات جو ٽانڊو پوري ڇڏيو آهي ۽ صبح جو ڪک **ڪکهير** وجهي ٽانڊي کي هوا ڏئي يا ڦوڪ ڏئي باهه باربي آهي. اهو به **لاشعوري طور** باهه جي تصور جي باقيات آهي.

**آتش زرتُشت:** زرتشت (660-583 ق.م) قديم ايراني مفڪر ۽ مذهبي پيشوا هو. سندس ٽن بنيادي رڪنن مان هڪ آتش زرتشت به هو. اهو باهه کي مقدس ۽ پاڪ عنصر ڄاڻائي ٿو ان کان علاوه آتش زرتشت، اهڙي باهه کي چون ٿا، جيڪا زرتشت ايران جي هڪ مندر ۾ پنهنجي هٿن سان روشن ڪئي هئي. هڪ روايت موجب جڏهن آخري نبي صلي الله عليه وسلم جن جي پيدائش ٿي ته آتش زرتشت خود بخود وسامي ويئي هئي! (وڌيڪ ڏسو: آتش پرست)

**آتش عشق** (ڪتاب): مير علي نواز ناز جي شاعريءَ جي مجموعي جو نالو آهي. ڪتاب 72 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز ۾ آهي. هن ڪتاب ۾ مير علي نواز ناز جا غزل موجود آهن. اُن جو پهريون ڇاپو مولابخش "همدم"، 1933ع ۾، ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**آتش فشان:** ٻرندڙ جبل، جنهن جي اندران باهه جا اُلا ۽ ڳڙهيل مادو (لاوا-Lava) زور سان ٻاهر اُڇلي ۽ آسپاس جي جهنگن ۽ آباديءَ کي ڀسم ڪري ڇڏي. آتش فشان کي انگريزي ۾ Volcano چوندا آهن. ۾ اهو اطالوي لفظ آهي جنهن



جي معنيٰ "باهه جو ديوتا" آهي. جيئن ته زمين جي اندر گرم ۽ ٻرندڙ مادو موجود هوندو آهي، جيڪو وقت بوقت زمين مان ڦاٽي نڪرندو آهي. پر جڏهن ان گرم مادي تائين پاڻي پهچندو آهي ته اهو ٻاڦ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي ۽ ٻاڦ ٿي اها قوت آهي، جيڪا ٻين مادن ۽ گئس کي ٻاهر ڌڪيندي آهي. تنهنڪري جتان به گيس ٻاهر نڪرڻ لاءِ جاءِ ملندي آهي ته ڌماڪا ڪري پاڻ سان گڏ زمين اندر زهريليون گئسون، پٿر، ڳڙهيل لوهه ۽ گندرف به گڏ ڪڍندي آهي. اهڙي عمل بعد هو ٺنڊو ٿي جمي ويندو آهي ۽ سالن جي وقفي بعد وري اهڙو عمل ٿيڻ ڪري جبل ٺهي پوندو آهي. جنهن جي مٿان هڪ چوٽي ٺهي ويندي آهي، جنهن کي انگريزي ۾ "Carter" چون ٿا. ان ٿي ڍير يا جبل کي آتش فشان چئبو آهي. دنيا ۾ ڪجهه اهڙا به جبل ملن ٿا جيڪي هزارين سال اڳ ٻرندڙ جبل هئا، انهن کي هاڻي "مرده آتش فشان" (Extinct) چيو وڃي ٿو جاپان جو "فيوجي" جبل به. ڪنهن زماني ۾ آتش فشاني ڪندو هو. ڪجهه جبل ماٺيٺا هوندا آهن. جيڪي اندر ئي اندر ابڙڪا کائيندا. پر ٻاهر لاوا نه ڪڍندا آهن. تن کي خاموش يا Dromant چئبو آهي. پر اهڙن جبلن کي سمجهڻ ڏکيو هوندو آهي. جو ته اٽليءَ جي شهر نيپلز ڀرسان موجود "وسو ويو Visvvio" جبل کي مرده جبل قرار ڏنو ويو هو. پر اوچتو 1979ع ۾ ڦاٽي پيو ۽ سندس لاوون سان پومپيا ۽ هرڪيونيم شهر به تباهه ٿي ويا. هن وقت دنيا ۾ 1500 کن زنده ٻرندڙ جبل موجود آهن. جن جو گهڻو تعداد انڊونيشيا ۾ آهي. جتي به سئو کن آتش فشان آهن. ان کان سواءِ اٽلي، چلي، جاپان ۽ اتر يورپ ۾ به ٻرندڙ جبل موجود آهن.

**آتش ڪَده:** پارسين جي عبادتگاهه، جتي سدائين باهه ٻرندي رهندي آهي. ڪراچي شهر ۾ پارسي قوم جا آتش ڪدا موجود آهن. سنڌ ۾ قديم زماني ۾



آتش ڪدا هوندا هئا. اڄ به هندو مندرن ۾ "اگني ڪنڊ" ٺئي ٿو جنهن جي سنڌ جي صوفيائن آستانن تي ٺئين سڃاڻپ "مچ" آهي. مسلمان فقير انهن کي بزرگ هستين سان منسوب ڪندا آهن.

**آتش ڪده آذر** (ڪتاب): هي فارسي گو شاعرن جو وڏي ذخيري وارو تذڪرو آهي. جنهن کي لطف علي بيگ "آذر" (1722-1791ع) لکيو. آذر هن تذڪري ۾ سنڌ سميت انهن شاعرن جو ڪلام قلمبند ڪيو آهي. جن جي ڪلام جو ڪو به سراغ نٿي ملي. "آتش ڪده آذر" ڪريم خان زند (عهد حڪومت 1700-1779ع) لاءِ لکيو ويو هو. هي تذڪرو 3 دفعا 19 صديءَ ۾ هندستان مان ۽ ويجهڙائيءَ ۾ ئي ايران مان ڇپجي چڪو آهي.

**آتش نمرودُ:** بابل جي بادشاهه "نمرود" طرفان حضرت ابراهيم عليه السلام کي ساڙڻ جي ارادي سان ٻاريل باهه. نمرود جو جوڙيل باهه جو آڙاهه، جيڪو هڪ فرسنگ (پراڻي وقت جي ماپ يعني 3 ميلن جي برابر) احاطي ۾ ٻاريو ويو هو. ان آڙاهه جي گرميءَ ۾ ايتري ته شدت هئي، جو پکي فرلانگن تائين ٿي ٻهڪي. انهيءَ واقعي جو مڪمل تفصيل قرآن شريف ۾ به موجود آهي. انهيءَ آڙاهه ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام کي وڌو ويو هو. جيئن ته بابل جو بادشاهه نمرود خدائيءَ جي دعويٰ ڪندو هو ان کان سواءِ پاڻ ۽ سندس قوم بتن جي پوڄا به ڪندا هئا. جيڪا ڳالهه حضرت ابراهيم کي پسند ڪا نه هوندي هئي. پاڻ انهن کي منع ڪندو هو ۽ هڪ خدا جي عبادت ڪرڻ جي هدايت ڪندو هو ليڪن بابل وارا باز نه آيا. نيٺ هڪ ڏينهن حضرت ابراهيم وجهه وٺي، سندن سڀئي بت ڀڃي ڇڏيا، جنهن تي نمرود ۽ سندس قوم مچرجي پئي. بابل وارن مطالبو ڪيو ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي، يا ته قتل ڪيو وڃي يا ڪيس باهه ۾ ساڙيو وڃي. نيٺ حضرت ابراهيم کي باهه ۾ اڇلائڻ لاءِ، تمام وڏو کاٽين جو ڍڳ تيار ڪيو ويو اهو ڍڳ تيار ڪرڻ لاءِ هر شخص حصو ورتو. ايتري قدر جو عورتن پڻ پنهنجي خدائن کي راضي رکڻ لاءِ، ڪاٺيون گڏ ڪري اچي انهيءَ ڍير ۾ وڌيون. ڪيتري عرصي تائين ڪاٺيون گڏ ٿينديون رهيون. نيٺ هڪ جبل جيڏو آڙاهه تيار ٿي ويو ان کان پوءِ انهيءَ آڙاهه کي باهه ڏني وئي. ڪجهه دير کان پوءِ باهه مان نڪرندڙ اُلا آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا. ميلن تائين انهيءَ باهه جي روشني ۽ گرمي پهچڻ لڳي. جڏهن سڀ بندوبست مڪمل ٿي ويو ته ان کان پوءِ حضرت ابراهيم جا هٿ ٻڌي، ڪيس انهيءَ آڙاهه ۾ اڇلايو ويو. ڪافر ته خوش هئا ته سندن خدائن جو دشمن جلد ئي سڙي خَتم ٿي ويندو. پر جيئن ته حضرت ابراهيم جي دل ۾ ايمان جو نور ٻرپل هو. الله تعاليٰ جي هيڪڙائي تي پورو پورو ڀروسو هئس. تنهن ڪري الله تعاليٰ هن کي بچائي ورتو الله تعاليٰ باهه کي حڪم ڪيو ته "اي باهه ٿڌي ٿي وڃ ۽ ابراهيم تي سلامتي بڻجي پئُ" (سوره الانبياء) جنهن کان پوءِ باهه ٿڌي ٿي

وٺي. ان جي گرمي ۽ تپش ڦري آرام ڏيندڙ هير بڻجي وئي. ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ نمرود ۽ سندس ساٿي جاچ لهڻ لاءِ اتي پهتا. ته هڪ عجيب نظارو ڏسي حيران رهجي ويا. جو ته جنهن جاءِ تي آڳ تيار ڪيو هئائون، سا جاءِ باغ بستان ۾ بدلجي وئي هئي. اتي ساوڪ ۽ گل ڦل لهرائي رهيا هئا. حضرت ابراهيم عليه السلام ڪي نهايت خوش ۽ آرام سان پنهنجي ڪم ۾ مصروف ڏٺائون. ان معجزي ڪان پوءِ ڪيترائي ڪافر ايمان وارا ٿي ويا.

**آتشي:** طب جي اصطلاح موجب طبيبن جي قائم ڪيل انسان جي چئن فطري طبيعتن (آتشي، آبي، خاڪي، بادي) مان هڪ طبيعت جو نالو.

**آتشي ڪاڇ:** (Magnifying Glass) هن شيشي جي مدد سان ننڍين شين کي وڏو ڪري ڏسي سگهبو آهي. هن شيشي جي مٿاڇري جي ساخت اهڙي قسم جي هوندي آهي. جو روشني ۽ گرميءَ جي لهرن کي گڏ ڪري يا نقش



ڪري سگهبو آهي ۽ لهرن کي گڏ ڪري هڪ ٽِڪڪي جي صورت ۾ آڻيندو آهي جنهن ۾ گرمي گڏ ٿي ڪنهن ڪپڙي، ڪاغذ ۽ ڪاٺيءَ کي ٻڻ ساڙي سگهي ٿي تهنڪري ان کي آتشي ڪاڇ سڏجي ٿو اهو عمل ان ڪري ٿئي ٿو ته جڏهن روشني ڪنهن شيشي يا پاڻيءَ وغيره مان نڪري ٻئي ڪنهن شيءِ ڏانهن وڃي ٿي ته انهن شعاعن جو رخ تبديل ٿي وڃي ٿو. اهڙا شيشا مائڪرو اسڪوپ، ڪئمرائن ۽ عينڪن ۾ ٻڻ استعمال ٿيندا آهن.

**آتاهمُ:** تعلقي ڏِگهڙيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

**آتما:** "آتما" روح، ذات ۽ برهما جي صفاتي نالي طور ڪم ايندو آهي. هندو ڌرم جي عظيم فلسفي ۽ شارح شنڪر آچاريا جي خيال موجب غير فاني، مطلق ۽ ڪائناتي روح سان هم آهنگ ٿين ٿا ۽ اها ئي آتما آهي اپنشد ۾ ڄاڻايل آهي ته "جيئن ته آتما واحد ۽ حقيقت مطلق آهي. ۽ اها ئي آتما آهي. تهنڪري "آتما" کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجھ "مايا" آهي. وهم ۽ نظر جو دوکو آهي". آتما کي زوال ناهي. شنڪر آچاريا جي خيال مطابق: "روح مڪتي حاصل ڪري سگهي ٿو پڪيءَ ذريعي ۽ ان ڪانپوءِ ئي "آتما" سان ملي سگهندو" حقيقت ۾ "آتما" هندو فلسفي جو اهڙو اصطلاح آهي. جيڪو تصوف سان گهڻو ملي ٿو ان ڪري هندو ڌرم جي فلسفين جو چوڻ آهي ته "آتما. حقيقت مطلق آهي ان ڪري حقيقت مطلق جو اسرار ڪڏهن به بيان ڪري نه ٿو سگهجي."

**آتمارام لعلواڻي:** آتما رام پرمانند لعلواڻي، 21 اپريل 1924ع تي سکر (سنڌ) ۾ ڄائو. مشترڪ ناٽين تعليم پرايائين. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي وڃي جتي مڌيه پرديش پرڳڻي ۾. بيتول گنج ۾. رهائش اختيار ڪيائين. سکر مان هفتيوار "پرجا سماچار" ۽ ماهوار "قلم سنگيت" شايع ڪندو هو. اسٽيج ناٽڪن: "بدنصيب"، "موهني"، "ڳوڙهن جي برسات" ۽ "ڏتوانن جي دنيا" ۾ اداڪاري ڪيائين. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: ڏيتي ليتيءَ جا ڏنڀ (1945ع)، دل جا دڪڙا (1972ع)، زخمي انسانيت (1973ع)، انتظار (1974ع)، پلاسٽڪ جي پتلي (1975ع) ۽ تن جي چانڊوڪ (1979ع).

**آتم تلريجا:** ليکڪ، اداڪار ۽ هدايتڪار، روهڙيءَ (سنڌ) ۾ 9 نومبر 1936ع تي جنم ورتو. مشترڪ ناٽين تعليم ورتائين. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي ويو ۽ دهليءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. هن 40 کان مٿي سنڌي، هندي ۽ پنجابي ناٽڪن جهڙوڪ: 'مومل راڻو'، 'سنڌين سنڌ ڇڏي'، 'امي يا ممي'، 'زال ڪري ڌال'، 'الٽي گنگا'، (سنڌي) 'پاڳل'، 'الجھن'، 'سوهڻي مهيوال' (هندي) 'چڪر ۾ چڪر' ۽ 'بيبي بڻي ولايتي' (پنجابي) وغيره ۾ اداڪاري ۽ هدايتڪاري ڪيل آهي. ان کان سواءِ آل انڊيا ريڊيو ۽ ٽي وي، تان به گهڻائي ناٽڪ پيش ٿيل آهن. 'ڪرائي ڪا مڪان'، 'سنيوگ' ۽ 'خالي صاحب' هنديءَ سان گڏ 'بيبي بڻي ولايتي' (پنجابي) ۽ آل انڊيا سنڌي ناٽڪ چٽاڀيٽي 1978ع ۾ 'ڌوهي ڪير' ناٽڪن لاءِ بهترين اداڪاريءَ جو انعام حاصل ڪيائين. هن جو ديهانت 8 نومبر 2008ع تي 72 سالن جي عمر ۾ ٿيو.

**آتم راماڻ** (ڪتاب): هن ڌرمي ڪتاب جو مترجم ويرومل ملاڻي آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا لکيل آهي. هيءُ ڪتاب، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيه منڊل، حيدرآباد طرفان پيپلز پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپيو.

**آتم رس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڌرمداس سنتانيءَ جو لکيل آهي. ڌرمي نوعيت جي هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 66 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. سناتن ڌرم سڀا طرفان. اسٽيم پريس، لاهور مان، 1911ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**آتم ڦلواڙي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ترجمو ڪندڙ ٻولچند ٽولارام آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 467 صفحا آهن. جنهن جي قيمت ڏيڍ رپيو ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1916ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو سنت ڌرم چندر طرفان پيپلز پرنٽنگ پريس مان 1938ع ۾ ڇاپيو ويو.

هن نالي سان ٻيو هڪ ننڍو ڪتاب پرمانند جو لکيل آهي. جنهن ۾ ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل ناهي. ۽ قيمت ڏيڍ رپيو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب سنت ڌرم پريس مان ڇپيل آهي.

**آتم ڪٿا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب 1932ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جيڪو اصل ۾ گجراتي ٻوليءَ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي لکيل آتم ڪهاڻيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. جو اين. آر. ملڪاڻيءَ "آتم ڪٿا مهاتما گانڌيءَ (سَتيه جا پريوگ/ سچ جا تجربا) جي نالي سان ٻن ڀاڱن ۾ ترجمو ڪيو هو. جنهن جو ٻيو ڇاپو 1938ع ۾ ڇپيو هو. هن آتم ڪٿا جا پنج ڀاڱا يا باب آهن. پهرئين باب ۾ جنم، ٻالڪپڻ، شادي، اسڪولي زندگي، پيءُ جي وفات، ولايت جي تياري، بئريسٽريءَ جي تعليم جو ذڪر آهي. ٻئي ۽ ٽئين باب ۾ ذڪر آفريڪا جا آزمودا، ڪرسچن سان دوستي، هندستانين سان ورتاءُ، نيٽال انڊين ڪانگريس، هندستان موٽ، ڪانگريس ۾ شرڪت، گوکلي سان ملاقات ۽ وري آفريڪا ڏانهن موٽ جو بيان آهي. چوٿين ۽ پنجين باب ۾ انگريزن سان واسطيداري، هندستانين سان زيادتين، سياست ۾ حصي، ستياگره، بڪ هڙتال، جنگ، وڪالت جون يادون، شانتيڪن مزدورن جا سنهنڊ، هندو مسلم ايڪتا، کاڌي جي تحريڪ، قطع تعلقات، ناگپور ڪانگريس جي عدم تعاون هلچل جو تفصيلي بيان آهي. هن ڊيمي سائيز آتم ڪٿا جي ٻنهي ڀاڱن جا 702 صفحا آهن. پهريون ڇاپو گوبندرام پوپٽ راءِ واسواڻيءَ، شڪتي جاب پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ مان ۽ ٻيو ڇاپو هيرانند ڪرمچند هندستان پرنٽنگ ورڪس ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو.




**آتم ڪٿا جي نالي ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ جي مشهور اديب ۽ عالم موتي لال جوتوائيءَ جي آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا 1994ع ۾ دهليءَ (ڀارت) مان ڇپجي پڌري ٿي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ زندگيءَ جي لاهن چاڙهن جا تجربا، جيڪي کيس پيش آيا، سي جيئن جو تيئن بيان ڪيا آهن ۽ انهن ئي آتم ڪهاڻيءَ جي صورت ۾ ڇپيا ويا آهن. هن آتم ڪٿا ۾ تاريخي، ثقافتي، ادبي، تنقيدي ۽ سياسي پهلو شامل آهن.

**آتمڪ جيون** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ڪندن مل ڏيچند آهي. هن ڪراڻون سائيز ڪتاب ۾ 115 صفحا آهن ۽ قيمت ٽي آنا ڄاڻايل آهي. ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ منڊل حيدرآباد طرفان ڪتاب جو ٽيون ڇاپو پريات پريس، حيدرآباد مان 1941ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، جنهن ۾ 302 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا لکيل آهي، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ منڊل حيدرآباد طرفان، بابا پرنٽنگ پريس مان 1947ع ۾ شايع ٿيو.

**آتم ڪهاڻي**: ڪنهن به شخص جي پنهنجي متعلق لکيل حياتيءَ جو احوال يا سوانح عمري. آتم ڪهاڻي سڏبي آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ جن عالمن، اديبن ۽ شاعرن پنهنجي حياتيءَ جو احوال لکيو، تن جو ڪجهه تفصيل هن طرح آهي: مرزا قليچ بيگ "سائو پن ڪارو پن". علامه ڊاڪٽر دائود پوٽو "منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي". جي ايم سيد "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" (ٻه جلد ڇپيل، ڪل 5 جلد لکيل). شيخ اياز "ڪٿي نه ڀڄبو ٽڪ مسافر" (4 جلد) ۽ "جڳ مڙوئي سپنو". رئيس ڪريم بخش نظاماڻي "ڪيئي ڪتاب" (ٻه جلد). هري دلگير "ڇولو منهنجو ڇڪ ۾" ۽ "ڪُند جنين جي ڳوڙهه ۾". پوپٽي هيرانندائي "منهنجي جيون جا سونا رُوپا ورق". موتي لال جوتوائي "آتم ڪٿا جي نالي ۾". هري موٽوائي "آخري پنا". ڪيرت ٻاٻاڻي "ڪجهه لکيم، ڪجهه پڙهيم" (4 جلد). گوبند مالهي "ڳالهيون منهنجي ڳوٺ جون" (5 جلد). نارائڻ داس ملڪاڻي "ترالي زندگي". ريٽا شهاڻي "ڀيھريءَ جا ٻه ٻل" (جيڪو سنڌس ٻن آتم ڪٿائي ڪتابن "ڪُهنڊ ڇاڻ وگر ۽ ڀيهريءَ جا ٻه ٻل" جو گڏيل ڪتاب آهي. نارائڻ ڀارتي "سرءُ جا پن". موهن ڪلپنا "ٻڪ، عشق، ادب". رام) پنجواڻي "يادگيريون". ارجن سڪايل "ڦڦاڻ جي ياترا". ٻلديو گاجرا "زندگيءَ جا ورق". محمد اسماعيل عرساڻي "سکر سيٺي ڏينهن". لعل بن يوسف "منهنجي پنهنجي ڪهاڻي". الهجايو مرڪاس "سورن سانديهاس". جمال ابڙو "ڪٿا جي عنوان هيٺ پنج جلد الڳ الڳ نالن سان: "ڏسي ڏوهه اکين سين". "ڳوٺي ڳالهه اسرار جي". "ٿوهر ۾ ڳاڙها گل". "ڪيندو نه وري هي وڻجارو" ۽ "مرپيا مينهن وسن". محمد صديق مسافر "منازل مسافر بمع ڪليات مسافر". آپا شمس عباسي "ڳالهيون بيت ورن ۾". غلام فاطمه شيخ "شيخياڻي جي ڪهاڻي". ٽائون مل هوتچند پوڄواڻي "ٽائون مل جون يادگيريون" (انگريزيءَ مان ترجمو) قاضي فيض محمد "منهنجو سفر". ڊاڪٽر جگديش لڄاڻي "ادبي زندگي". لعل پشپ "آتم جيوني". "حياتين جا حصا"، "ڌرتيءَ ڌڪاڻل". "الهاس نگر واسي". "نه موڙتي" (5 جلد) هولا رام هنس "آتم ڪٿا هڪ اديب جي". عالي شاهه (بدين) "منهنجي ماضيءَ جا ورق". عبدالجبار جوڻيجو "ملهار" ۽ "مجاز" (ٻه جلد) ڊاڪٽر محمد لائق زرداري "ڪيم روح رهاڻ" عبدالحميد قريشي "ياد ايام". عبدالغفور السنڌي "ٻنڌڻ ٻارو هيو". جئرو ناگپال "جيون جهلڪيون". لڇمڻ ڪومل "وهي ڪاتي جا ٻنا" (ٻه جلد ڇپيل). پرواتو سيوهاڻي "منهنجو تنديخ". عزيز ڀنگوار "مان ڏوهي آهيان". عبدالله چنا "پنهنجي ڳالهه". ميمڻ عبدالمجيد سنڌي "ڳهڙيون ڳهاريم جن سين". تاجل بيوس "ڏکيا سکيا ڏينهڙا" (3 جلد) شبنم گل "منهنجو سورج مکي". سوز هالائي "ڪوڙيءَ جي ڪٿا". گلبش ٻالائيءَ جو "منهنجي ڪهاڻي ڪجهه تنين ڪجهه پرائي". سرڪش سنڌيءَ جي "جوئيون جڳ جهان جون". ڊاڪٽر جگديش لڄاڻيءَ جي "ادبي زندگي". مخدوم طالب المولي "منهنجو تنديخ". غفار تبسم جو "سيئي جوين ڏينهن" (هڪ جلد). ان کان سواءِ اير. ايچ پنهور جي آتم ڪٿا "جڳ بيتي آپ بيتي" به سنڌيءَ ۾ ڇپيل آهي، جيڪا سندس انگريزيءَ ۾ لکيل آتم ڪٿا جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو ترجمو مشهور آرڪيالاجسٽ حاڪم علي شاهه بخاريءَ ڪيو آهي. ان کان سواءِ محترمه شهيد بينظير ڀٽو جي آتم ڪهاڻيءَ جو انگريزيءَ مان سنڌي ترجمو "پورب ڄائي" جي نالي سان مراد علي مرزا جو ڪيل ڇپيل آهي.

**آتم ويچار ۽ اوم جي آکاڻي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي مشهور صوفي، اديب ۽ ليکڪ جيٺمل پرسرام جو لکيل آهي، جيڪو "برهم ودیا مالا" جي سلسلي جو چوڏهون نمبر ڪتاب آهي. هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ لکي هڪ هنڌ گڏي ڏنو ويو آهي. پهريون ڀاڱو "آتم ويچار" ۽ ٻيو ڀاڱو "اوم جي آکاڻيءَ" تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ٻاڻ سچائڻ جي تعليم ڏنل آهي، جنهن مطابق خارجي نجات، اندر جي نجات کان سواءِ ناممڪن آهي. 39 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت اُن زماني موجب اَٺ آنا رکيل آهي ۽ ٽنڊو آشرم حيدرآباد پاران بلشرنسڪي پريس، حيدرآباد مان ڇپيل آهي.

**آتم هار پڇناولي** (ڪتاب): هي ڪتاب چترومل "ڀماڻي" جو لکيل آهي. هن ڪراڻون سائيز ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. هيمتلس ڏيشو سنگهه. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جارج پرنٽنگ پريس، سکر مان ڇاپيو.

**آتڻ**: گهر جو اهو حصو جنهن ۾ ويهي عورتون آڳاٽي وقت ۾ سٽ ڪتينديون هيون. جتي اوڙي پاڙي جون عورتون به اينديون هيون. سٽ ڪتڻ جا جدا جدا مرحلا هئا: پهرين ڦٽيون ٽائي، ڪکڙا ۽ ڪيهه جدا ڪري پوءِ ڪپهه مان پيها ۽ پوڻيون ناهي جن مان پوءِ سٽ ڪتڻ ۾ آساني ٿيندي هئي. سٽ چرخي تي ڪتبو هو. پوڻي هڪ هٿ ۾ ڪٺي اٽت کي ڦيرو ڏيو هو ته ڦڪ ڦرندي هئي. جنهن جي ڇهنب ۾ ڪيهه جي پوڻي ڏيڻ سان تند نهڻ شروع ٿيندي هئي. آتڻ ۾ ٺهيل سٽ دڪاندار کي وڪرو ڪيو هي يا ڪپڙي اُڻڻ لاءِ ڪوريءَ کي ڏيو هو.

**آتڻ**[2]: آتڻ جي سلسلي سان هڪڙو مشهور اصطلاح آهي، "ڪاٻو ڪرڻ". يعني اُها عورت جيڪا ڦٽين جوندڻ کان وٺي ڪپڙي اُڻڻ تائين سڀ هنر ڄاڻي. اهڙيءَ سگهڙ عورت کي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي رسالي جي سُر ڪاپائنيءَ ۾ ڳايو آهي ۽ کيس هوشياريءَ ۽ خبرداريءَ سان زندگي گذارڻ لاءِ هڪ مثالي ڪردار طور پيش ڪيو آهي.

سنڌ جي آڳاٽي وقت جي معاشري ۾ چار- اَٺ عورتون گڏجي ويهنديون هيون ۽ پنهنجا چرخا رکي سٽ ڪتڻ سان گڏوگڏ هڪ ٻئي سان ڏک سک به اورينديون هيون ته لاڏا سهرا ٻڻ ڳائينديون هيون. مثلاً:

آ ڏکين، آتڻ وڃان، ڙي ڀينر،
جيڏيون منهنجو چرخو جيو نه ڪريو!
اديون آتڻ واريون، آئين وڃو سڀ وريو!

آتڻ جي رسم جا اصطلاح آڳاٽي دور کان اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ نهايت معنوي انداز ۾ استعمال ٿيندا آيا آهن. جيئن ته آتڻ اجڙ ٿيڻ (برباد ٿيڻ، گهر اُجڙڻ). آتڻ نه هئڻ (افعال نه هئڻ، بي لڄ ٿيڻ) وغيره.

**آٿاه موري:** ضلعي سانگهڙ، تعلقي کپرو جي ديهه ”فتح محمد مشائخ“ ۾ آباد ڳوٺ، جتي پرائمري اسڪول آهي. هن ڳوٺ جي آبادي سئو ۾ آهي.

**آٿڻ ڍنڍ:** هي، ڍنڍ قمبر ضلعي جي ديهه ۽ يوسي دوست علي ۾ واقع آهي. هن کي ميالي ڪڙهه به چوندا آهن. ڪنهن دور ۾ هتي پراڻيهي پکي جام ايندا هئا ۽ سياري ختم ٿيڻ کانپوءِ هليا ويندا هئا. سياري ۾ پکين جو سٺو شڪار ٿيندو هو. پکين جي مسلسل گهٽجي ويو آهي. هن وقت هن ڍنڍ ۾ مڇي کان علاوه ڪمر، ڪوبلون ۽ ٻيهه چڱي تعداد ۾ ٿيندا آهن ۽ مڇي به جهجهي تعداد ۾ مرندي آهي. هي ڍنڍ به فشريز کاتي وارن جي تحويل ۾ آهي ۽ سرڪار لاءِ سٺي آمدني جو ذريعو آهي. انگريز دور ۾ هي ڍنڍ وسيع ايريا ۾ پکڙيل هئي، پر هاڻي ڍنڍ جو گهڻو حصو زرعي آبادي، ۾ اچي ويو آهي.

**آٿاڻو:** لاڙ جي خطي ۾، آچار يا سانڌاڻي، کي ”آٿاڻو“ به چوندا آهن. هر قسم جي ڀاڄي يا ڌٽ وغيره مان ٺهيل آچار کي آٿاڻو سڏين ٿا.



آٿاڻو انبڙين، ٻصرن، ليمن، گجرن ۽ ڪن ٻين ڀاڄين کي تيل، سرڪي ۽ ٻين مصالحن سان ملائي ڪتاڻ يا سانڌاڻو تيار ڪرڻ کي آچار وجهڻ يا سنڌڻ چئجي ٿو. آچار جا به ڪيترائي قسم ٿيندا آهن. پر عام طور تي انبڙين مان تيار ٿيل آچار جتي ڪٿي مشهور هوندو آهي. انبڙين جو آچار گهڻو ڪري هن ريت تيار ٿيندو آهي. انبڙيون ڪلن سميت ٽڪرا ڪري، منجهن ضرورت جيترو لوڻ ۽ مرچ وجهي، تيل به انبڙين جي مقدار موجب وجهي، ان کان پوءِ ميٿيءَ جو ٻج (هريو)، ڪلونجي، گيدوڙا، ڳاڙها مرچ ۽ سڄا ساوا مرچ وغيره وجهي، ڪجهه ڏينهن اُس تي رکڻ کان پوءِ مزيدار آچار تيار ٿي ويندو آهي. سنڌ ۾ شڪارپور جو آچار وڌيڪ مشهور آهي. انبڙين مان ٺهيل اٿهي، آچار کي سرڪي جو آچار ڪري به سڏيو ويندو آهي. ليمن مان جيڪي آچار تيار ٿيندا آهن ان جا به ڪيترائي قسم ٿيندا آهن. پاڪستان ۽ هندوستان ۾ ڪتا ۽ ڄهرا آچار پسند ڪيا وڃن ٿا. جڏهن ته ڪن ملڪن ۾ وري مٺا آچار پسند ڪيا ويندا آهن. آچارن کي وڌيڪ لذيذ بنائڻ لاءِ، مختلف قسم جون ڀاڄيون ۽ ميوا به وڌا ويندا آهن. جهڙوڪ ٻصر، پٽاٽي گجرون، گوگڙو، ساوا مرچ ۽ گيدوڙا وغيره يا وري نج ڀاڄين جا آچار به ٺهندا آهن. پر انبڙي، ادرڪ ۽ ليمي جي آچارن کان سواءِ ٻيا آچار گهڻو وقت هلي نه سگهندا آهن.

**آٽَر:** گهوڙي، ڏاند يا گڏهه جي پٺيءَ تي رکڻ جو سامان. گڏهه جا لڙا. گڏهه جي سنجت جو سامان. جانور جي پٺيءَ جو ڍڪ ”آٽر“ ٿيندا ٿي گڏهه جا آهن، اُن کري چوندا آهن ته ”جهڙا گڏهه تهڙا آٽر“.

**آٽرڪي:** تعلقي شاهبندر، ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آٿري:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوسا قبيلي جا ڇهه ڳوٺ موجود آهن.

**آٿيلا:** هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڏگهڙي، ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 10 ڳوٺ آباد آهن.

**آٽڻ:** اُهو شڪل اٿو جنهن سان ماڻي پچائڻ وقت نرم گوهيل اٽي کي ڏاڍو ڪجي، جيئن ماني پچائڻ ۾ سولائي ٿئي ۽ ماني ٺڪي تي چنبڙي نه پوي. هن کي ”پليٿڻ“ به چوندا آهن.

**آٽوگراف:** ڪنهن به مشهور شخصيت جي صحي/ دستخط يا سنديس لکي ڏنل پيغام کي آٽوگراف چئبو آهي. ان کان علاوه مصنف جي هٿ سان لکيل



پراڻا قلمي نسخا، هٿن سان لکيل مسودا، جن تي لکندڙن جون صحيون به ٿيل هجن. انهن کي به آٽوگراف چئبو آهي. ڪنهن به اهم شخصيت کان صحي وٺڻ جو شوق 17 هين صدي عيسوي کان شروع ٿيو. ان سلسلي ۾ جرمني، ناروي، بيلجم ۽ هالينڊ جي يونيورسٽين جا شاگرد وينڊي پنهنجي استادن ۽ دوستن کان البم تي صحيون وٺندا ۽ تاثرات لکائيندا هئا ۽ البم يادگار طور محفوظ ڪري رکندا هئا ۽ اهو سلسلو اڄ به قائم آهي. سياستدانن، فنڪارن، اديبن، رانديگرن ۽ اهم شخصيتن سميت استادن ۽ دوستن کان آٽوگراف وٺڻ جو رواج عام جام آهي. سنڌ ۾ پڻ اهو شوق گهڻن ماڻهن، خاص ڪري نوجوانن کي هوندو آهي.

**آٽيرڻ:** سٽ ويڙهڻ يا تند کي وٽ ڏيڻ لاءِ، ڪاٺ جي گُلي، ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار، جنهن کي ڪن هنڌن تي ”آٽيري“ به چون.

ڪرُ ۾ چوپائي مال جي سڃاڻپ جو هڪ خاص داغ، جيڪو گيهلڙن ٺڪرڻ جو نشان آهي. اهو نشان هن ريت ”آ“ ٿئي ٿو.

**آثار الباقية عن القرون الغالية** (ڪتاب): ابوريحان البيروني، جي تصنيف، جنهن ۾ قديم قومن جي حالتن کان علاوه علم رياضي، ۽ علم نجوم وغيره جا مسئلا به بيان ڪيل آهن. البيروني، هي، ڪتاب 1000ع (390هه) ۾ شمس المعالي قابوس بن وشمغير جي لاءِ لکيو هو. هي، ڪتاب 1878ع ۾ عربي ٻوليءَ ۾ ليپسيا (لائيزگ، جرمني) مان شايع ٿيو ۽ ان جو انگريزي ترجمو 1879ع ۾ لنڊن ۾ ڇپيو.

**آثارالعرفان** (ڪتاب): فقير هدايت علي ”تارڪ“ نجفي، جي لکيل هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف جي ڪجهه حصي جو منظوم ترجمو ۽ تفسير صوفيانه رنگ ۾ قلمبند ڪيل آهي.

آثار قديم

**آثار قديم** (Archaeology): "آثار قديم" جو مطلب آهي جهونا نشان. انگريزي ۾ ان لاءِ مروج لفظ آهي: آرڪيالاجي اهڙو علم، جنهن مان قديم انساني ورثي بابت ڄاڻ ملي. لفظ آرڪيالاجي، يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن، آرڪيوس Arkhaios يعني 'پراڻو' ۽ لوگس Logus يعني 'ڄاڻ' سان ملي ٺهيو آهي. هن وقت هن علم کي نهايت جديد سائنسي طريقن سان استوار ڪيو ويو آهي. هن علم جي ذريعي، ڪنهن به قديم ڪتبي، عمارت ۽ مصنوعات (اوزار، زيور، رانديڪي وغيره) جي مطالعي مان انسان کي ان زماني جي قومن جي ڪارنامن، تهذيب ۽ ثقافت جي ڄاڻ ملي سگهندي آهي. هن علم وسيلي اسين گذري ويل قومن جي ڇڏيل پراڻين باقيات جو سائنسي طريقي سان مطالعو ڪري، ڪن نتيجن تي پهچندا آهيون. ان سلسلي ۾ جيڪي ڄاڻو يا ماهران ڪم لاءِ تحقيق ڪندا آهن، تن کي آرڪيالاجسٽ چئبو آهي. تهذيبن جي ڇڏيل باقيات يا شين کي آرٽيفيڪٽس Artifacts چئبو آهي. آرٽيفيڪٽس ۾ هر اها شيءِ شامل هوندي آهي، جيڪا استعمال ۾ هوندي هئي. آرٽيفيڪٽس جن ماڳن مان حاصل ٿين، تن کي آرڪيالاجيڪل سائيٽ چئبو آهي. اهڙيون آرڪيالاجيڪل سائيٽس يا پراڻا ماڳ، ڌرتيءَ جي ڪنهن به حصي تي ٿي سگهن ٿا. ليڪن دنيا جا مشهور ماڳ، جن کي عالمي شهرت حاصل آهي، سي مصر ۾ فرعونن جا مقبرا (ڏسو "اهرام") عراق ۽ بابل جا آثار، يونان ۽ اٽليءَ جا قديم آثار ۽ کنڊر، پاڪستان ۾ موهن جو دڙو، ٽيڪسيلا ۽ هڙپا وغيره وڌيڪ مشهور آهن.



مصر جا اهرام

اڪثر ملڪن ۾ قديم آثارن جي حفاظت ۽ نظرداريءَ لاءِ هڪ کاتو قائم ڪيل هوندو آهي، جنهن کي "قديم آثارن وارو کاتو" سڏيو ويندو آهي. جنهن ۾ انهيءَ شعبي سان واسطو رکندڙ ماهر مقرر ڪيل هوندا آهن. قديم ماڳن جي خبر پوڻ شرط، ماهرن جي ٽيم، پهرين انهن هنڌن جي سروي ڪندي آهي. جنهن کان پوءِ انهن جاين جي کوٽائي (Excavation) جو ڪم شروع ڪندي آهي. کوٽائيءَ جو ڪم نهايت نازڪ ۽ محنت طلب مرحلو هوندو آهي. ٿوري به غلطيءَ سان آثارن جي اصلي صورت يا ڪا قيمتي شيءِ ضايع ٿي سگهي ٿي. ماڳ جي کوٽائيءَ کان اڳ ڊيٽم پوائنٽ Datum point رکبي آهي.

جيڪا سيمينٽ جي بلاڪ ۽ لوهي سيخ کوڙي تيار ڪبي آهي. ڊيٽم پوائنٽ کان اڳ نقشو تيار ڪبو آهي. نقشي ۾ قديم ماڳ جي پکيڙ، هيٺ ۽ مٿي وارن حصن ۽ اوچائي وغيره ڄاڻايل هوندي آهي. کوٽائي ڪرڻ وقت جيڪا مٽي ڪڍي ويندي آهي، ان کي ماهرن جي نگرانيءَ ۾ ڇاڻيو (Sieving) ويندو آهي. جنهن ۾ قسم جا آرٽيفيڪٽس ملندا آهن تن کي جدا ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڇاڻ دوران مٽيءَ ۾ وڻن جو ٻور، يا ٻئي قسم جي شين ملڻ جو امڪان هوندو آهي، ته پوءِ اها مٽي پاڻيءَ مان تارڻ يعني فلوٽيشن Floatation لاءِ پين ماهرن جي حوالي ڪئي ويندي آهي. جڏهن به ڪي شيون حاصل ٿينديون آهن، ته پوءِ انهي مائڪرو اسڪوپ وسيلي مطالعو ڪري، ان زماني جي وڻن ٻوٽن ۽ موسم بابت اندازو لڳائي، رڪارڊ بوڪ ۾ چاڙهيو ويندو آهي. کوٽائي به تهه در تهه ڪئي ويندي آهي. هر تهه جو مطالعو به نهايت غور سان ڪيو ويندو آهي. جنهن کي ورڊ اسٽريٽي گرافي چيو ويندو آهي. آرڪيالاجيءَ ۾ وقت جي ڳاڻي کي ڪرونالاجي چئبو آهي. جنهن جا وري به طريقا ٿيندا آهن. پهرئين طريقي کي Relative Chronology يا نسبتي ڪاٿو چئبو آهي ۽ ٻيو Absolute Chronology يا يقيني ڪاٿو سڏبو آهي. پهرئين طريقي ۾ ماهر اهو ٻڌائيندا آهن، ته "الف" پراڻو آهي "ب" کان، ۽ "ج" کان نئون آهي. جڏهن ته يقيني طريقي موجب، انهن شين جي ڪا وقتي حد مقرر ڪئي ويندي آهي. ان ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ هن جدول کي سمجهڻ گهرجي. "ب" 600 سال ۽ "الف" 1,600 سال ۽ "ج" 1,000 سال پراڻو آهي. مطلب ته هن علم وسيلي تاريخ جوڙڻ ۾ مدد ملندي آهي. پراڻي زندگيءَ جا طور طريقا سمجهڻ ۽ ڪڙيون ڪڙين سان ملائڻ ۾ مدد ملندي آهي. انسان جي قديم فن، ڪاريگري، مذهبي ۽ معاشرتي زندگيءَ بابت خبر پئجي ويندي آهي.



چانهونءَ جو دڙو

آثار قديم علم جي اوسر: قديم آثارن جو علم، يا قديم ماڳن ۽ نشانن جو علم، قديم آثارن جون شاهديون ۽ ثابتيون هٿ ڪرڻ، هن کي قديم کنڊرن مان مليل شين جو علم به چئجي ٿو جيئن ته قديم زماني جي ماڻهن ڪا به لکت، يا ان دور جا حالات ۽ واقعات شاعريءَ جي روپ ۾ به اسان تائين نه ڇڏيا آهن. البت انهن ڪجهه اهڙا نشان ضرور ڇڏيا آهن، جن کي هن قديم علم جي وسيلي، ٽوري، ٺڪي ۽ پرکي، ڪي نتيجا اخذ ڪري، ڪڙيون ڪڙين سان ملائي، تاريخ تيار ڪري پيش تائين پهچائي ويندي آهي. اهڙي علم کي آرڪيالاجي يا علم قديم آثار چئجي ٿو.

آثار قديم جي علم جي ابتدا يونانين کان ٿي. اهي هميشه کان انسان جي اصليت بابت چند ڄاڻ ڪندا رهندا هئا. ان مسئلي جي حل لاءِ اهي ڪيترائي سوال اٿاريندا هئا جن جي جواب ڳولڻ لاءِ کوجنائون ڪندا رهندا هئا. انهيءَ زماني ۾ جيڪي ماڻهو مختلف ملڪن جو سفر ڪري واپس ويندا هئا، ته ڪاٿي حل اهول ولي زمين مان مليل مختلف شين جي اصليت ڳولڻ لاءِ، ڪي رايا قائم ڪندا هئا. ان کان سواءِ جنگين ۽ لڙاين ۾ جيڪي شيون هٿ چڙهنديون هيون، انهن تي تحقيق ڪندا هئا. جهنگن ۽ ٻيلن ۾ آباد قديم قبيلن بابت علمي بحث ڪيا ويندا هئا. اهڙيءَ طرح سان قديم آثارن جي علم جو بنياد پيو. هن علم جي ترقيءَ جا سرواڻ يونان ۽ اٽليءَ وارا سڏجن ٿا. 15 صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري روم جي پوپ سڪسٽس Sixtus ۽ سندس ڏوهٽن پراڻين شين جو چڱو خاصو تعداد گڏ ڪيو هو. اهو ئي دور هو جڏهن باقاعدگي سان آرڪيالاجيءَ جي تاريخ شروع ٿي. 15 صديءَ ۾ جڏهن قديم فن پاره محفوظ ڪرڻ جو سلسلو



قديم آثارن جا ماهر کوجنا ڪندي

عروج تي هو. تڏهن ان سلسلي ۾ قديم يوناني مجسمن جي ڳولا لاءِ کوٽائيءَ جو ڪم به ٿيو. پوءِ اها جستجو آثار قديمه جي مضمون ۾ بدلجي وئي. سڀ کان پهرين قديم رومن ۽ يونانين جي قديم آبادين جي کوجنا ڪئي وئي. نيپولين بوناپارٽ سان گڏ موجود فرانسيسي ماهرن قديم مصري آثارن تي اهم ڪم ڪيو ۽ اٿين "مصريات" جو بنياد پيو. جنهن کي آثار قديمه جو اهم حصو سمجهيو وڃي ٿو.

16 صدي عيسوي ۾ اٽليءَ جي ماڻهن ۾ پراڻين شين جو چڱو خاصو تعداد ڪٺي ڪري ورتو. ان کان پوءِ اهڙين شين تي تحقيق شروع ٿي ۽ اهڙو رڪارڊ به رکيو ويو. ان کان پوءِ يورپ جي ٻين ملڪن جي ماهرن پڻ قديم شيون گڏ ڪرڻ ۽ انهن تي تحقيق ڪرڻ شروع ڪئي. 18صدي عيسوي تائين قديم آثارن جي ڄاڻ باقاعدي هڪ علم جي حيثيت اختيار ڪري ورتي. ان سلسلي ۾ 1763ع ۾ "هسٽري آف آرٽ (History of Art) نالي سان ڪتاب ڇپيو جنهن ۾ رومي فن ۽ ان جي ارتقا تي بحث ڪيو ويو هو اٽليءَ جي ماهرن وري قديم شهر پومپي Pompeii جي کوٽائي ڪري نهايت اهم معلومات دنيا اڳيان آندي

ايڊورڊ رابنسن (1794-1863 ) بائيبل جي جاگرافيءَ تي ڪم ڪندي قديم تحريرن جو مطالعو ڪيو. هُن ايران مان مليل ڪتبو، جيڪو دارا- اول (Darius-I) لکايو هو. ان کي به پڙهي ورتو. آمريڪا جي مايا تهذيب، ڏکڻ ايشيا ۾ گنڌارا ۽ هڙپا سميت قديم سنڌو تهذيب جي کوجنا پڻ ڪئي وئي. جنن ۾ سنڌ اندر موهن جو دڙو، آمري جو دڙو، ڪوٽڏيجي وغيره شامل آهن ۽ بلوچستان ۾ ڪلي، ميهي ۽ مهر ڳڙهه وغيره ماڳ پڻ تمام قديم آهن.

1832ع ۾ ڊينمارڪ جي هڪ آرڪيالاجسٽ ڪرسچين ٿامسن هٿيارن ۽ استعمال جي ٻين نون شين کي تمدني ترقيءَ جي مختلف مرحلن کي مطالعي جو بنياد بڻايو. جنهن سان پٿر جي دور، ڪنجهي واري دور ۽ لوهه واري دور کي تمدني ترقيءَ جو بنيادي مرحلو قرار ڏنو ويو. تجزياتي ڪيميا ۽ جينيات ۾ ٿيل ترقي پڻ آرڪيالاجي شعبي کي اهم اوزار فراهم ڪيا آهن. لنڊن جي برٽش ميوزم، آمريڪا جي نيچرل هسٽري ميوزم، ڊينمارڪ جي نيشنل ميوزيم ۽ برلن جي عجائب گهرن ۾ لوهه جي دور جا اڻلڀ آثار رکيل آهن

19 صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري هن علم جي ترتيب ۽ سناءَ کي ترقي ۽ وسعت ملي. ٻئي طرف مصرين پڻ پنهنجي پراسرار ماڳن جي ڳولا ۽ تحقيق ڪرڻ ۾ ڪا ڪثر نه ڇڏي. ليڪن جڏهن 18 صدي عيسويءَ جي آخر ۾ نيپولين بونا پارٽ مصر تي حملو ڪيو، نه ان وقت ساڻس گڏ ڪيترائي تاريخي آثارن جا ماهر به هئا. جن مصر ۾ قديم آثارن جي ڳولا ڪئي. هنن کي تحقيق ڪندي مصر جي مختلف جاين تي ڪيترائي قديم کنڊر نظر آيا. جن مان قديم لکت واريون تختيون اهميت اختيار ڪري ويون. ڇاڪاڻ ته انهن جي ٻولي سمجهه ۾ اچڻ کان پوءِ اهڙا نه تاريخي انڪشاف ٿيا. جن کان اڳ دنيا واقف نه هئي. 1822ع ۾ "زبان فغانسو" [چين فرئيڪو چيمپولين] انهن لکتن تي تحقيق ڪري، اخبارن ۾ مضمون لکيا. 1880ع ۾ برطانيا جي هڪ ماهر فينڊريس پيٽريءَ، مصر ۽ ان جي آس پاس واري ايراضيءَ ۾، قديم آثارن جي ڄاڻ لاءِ خطرناڪ مهم جو آغاز ڪيو. هن ڪيترن ئي کنڊرن جي کوٽائي ڪئي. جتان هن کي ڪيترائي نوادرات هٿ آيا. جن تي هن سال تائين تحقيق ڪري، اخبارن ۽ رسالن ۾ معلوماتي مضمون شايع ڪرايا. ان کان پوءِ دنيا اندر قديم آثارن ۽ ماڳن ۾ دلچسپي وڌي وئي 19 صدي عيسويءَ جي آخر ۽ 20 صدي عيسويءَ جي شروع تائين، دنيا جي قديم تهذيبن، جهڙوڪ ميسوپوٽيميا، اوليمپياس نينوا، فلسطين جا قديم آثار، آشوري ، بابلي ۽ موهن جي دڙي بابت دنيا کي معلومات حاصل ٿي. ان کان سواءِ ڏکڻ آمريڪا جي قديم ترقي يافته تهذيبن، جهڙوڪ انڪا ايران جا کنڊرات جهڙوڪ پيسٽون جا مندر، ۽ اٿان جي قديم لکت، عراق ۽ آشوربني پال جي محلات وغيره کان دنيا چڱي ريت واقف ٿي چڪي هئي. 20 صدي عيسويءَ جي پهرين ٽن ڏهاڪن تائين دنيا جا تقريباً سڀئي پراڻا ماڳ، جن ۾ موهن جو دڙو، ٽيڪسيلا، هڙپا ۽ ٻيا آثار شامل آهن ظاهر ٿي چڪا هئا.

هن وقت دنيا جي قديم آثارن مان حاصل ڪيل شين جو وڏو ذخيرو برٽش ميوزيم لنڊن ۾ موجود آهي. 1840ع کان پوءِ جيالاجي (Geology) کي به آثار قديمه جي قدامت معلوم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو ۽ ان علم ۾ شامل ڪيو ويو. ان کان سواءِ تحقيقات لاءِ به نوان اوزار ۽ سنڌارا آندا ويا. مثلاً انساني زندگيءَ کي ڇهن دورن يا طبقن ۾ ورهايو ويو. پهريون دور وحشي پڻو (savage) ٻيو دور جانورن جي پالڻ ۽ اٺڳ وڪڻ جو. ٽيون زراعتي دور ۽ چوٿون تهذيبي دور مقرر ڪيا ويا. 1873ع کان پوءِ کنڊرن جي کوٽائيءَ سان گڏ فوٽو ڪڍڻ ۽ انهن کي شايع ڪرڻ جو رواج به پيو. آهستي آهستي هن هنر جا ماڻهو پيدا ٿيا. جن پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هن علم کي ترقي ڏني آثار قديمه کي سائنسي بنيادن تي باقاعدي مستقل علم جي شڪل ڏني. دنيا جي اڪثر يونيورسٽين ۾ هن علم جا شعبا کوليا ويا.



موهن جي دڙي جو هڪ ڏيک

سنڌ ۾ قديم آثارن جي کوٽ ناهي. سنڌ جي سڀيتا دنيا جي قديم تهذيبن ۽ سڀيتائن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺي آهي. جان مارشل جي ڪوشش سان موهن جي دڙي جي کوٽائي 1922ع ۾ ٿي. چانهونءَ جي دڙي جي کوٽائي 1935ع ۾ ٿي. ان کان پوءِ منصوره، ڪاهوءَ جي دڙي، آمريءَ ۽ لوهم جي دڙي وغيره جي کوٽائي ٿي. سيوهڻ شهر واري قديم قلعي جي کوٽائي 1997ع کان ٿي. افسوس جو هن قلعي جي کوٽائي ڍاڍي دير سان ٿي رهي آهي. قديم آثارن جي ڪاتي جي لاپرواهيءَ ۽ هتان جي ماڻهن جي بي توجهيءَ سبب ڪيترائي مفاد پرست ماڻهو هن قلعي جون نه رڳو پڪيون سرون ۽ پٿر کڻي پنهنجي جاين ۾ ڪتب آڻي رهيا آهن پر تاريخي اهميت رکندڙ سامان پڻ کڻي پنهنجي ذاتي استعمال ۾ آندو اٿن. قلعي جي چوڌاري

ڪوڙيون مزارون ۽ سوالي خانا قائم ٿي ويا آهن. سنڌ جي قديم آثارن بابت هڪ معلوماتي سنڌو ڪتاب ”سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي 2008ع ۾ شايع ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ جي گڏيل تصنيف آهي.

**آٿم ناٿن شاهي:** غلام رسول سولنگي، جو ادبي نالو آٿم ناٿن شاهي هو.



هن 2 جنوري 1937ع تي ڳوٺ ڪاڪڙي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادو ۾ الله بخش سولنگيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو هو سندس شمار ناليوارن شاعرن ۾ ٿئي ٿو آٿم ناٿن شاهي پنج درجا سنڌي پڙهڻ کان پوءِ عربي ۽ فارسي تعليم پنهنجي ناني مولوي فيض محمد ”پريشان“ ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ الهرکيي جلباڻيءَ جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي پيشي جي لحاظ کان ڪڏهن مزدوري، ڪڏهن کيتي ۽ ڪڏهن خانگي ملازمت ڪري گذر سفر ڪندو رهيو. کيس ننڍپڻ کان ئي شعر و شاعريءَ سان لڳاءُ رهيو 1962ع کان پوءِ ناليواري شاعر ”محسن“ ڪڪڙائيءَ جي اصلاح هيٺ شعر چوڻ لڳو. ”بزم طالب المولىٰ“ شاخ خيرپور ناٿن شاهه سان وابسته ٿي علمي ادبي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳو 1963ع ۾ ”محسن ڪڪڙائي“ سان گڏجي ”اداره فلاح و بهبود خيرپور ناٿن شاهه“ قائم ڪيائين ۽ هڪ لئبرري به کوليائين. سندس شاعري جا ٽي مجموعا ”جڏهن الا اُب ۾“ (1994ع) ۽ ”گهرون لهرون لاٽ“ (1998ع ۾ مارئي اڪيڊمي سکرنڊ) ۽ ”چا چيس آئيني؟“ (رم جهم پبليڪيشن دادو طرفان) شايع ٿيا آهن. کيس ادبي خدمتن جي مڃتا طور ”ڪينجهر ادبي بورڊ“ (1994ع) ۽ سنڌي ادبي سنگت طرفان سندس ڪتاب تي تقدانعام مليا. سندس وفات 6 آڪٽوبر 2006ع تي ٿي.

**آپريشن راهِ حق/راهِ راست:** پاڪستان جي اترين علائقن سوات، مالاڪنڊ وغيره ۾ انتهاپسند طالبان جي خلاف 2008ع ۾ فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو. جيڪو 2009ع ۾ به جاري رهيو 15 مئي 2009ع تي هن ڪارروائيءَ کي حڪومت ”آپريشن راهِ حق“ جو نالو ڏنو. حڪومت جو چوڻ هو ته انهن علائقن ۾ قانون جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ مذهبي انتهاپسندن خلاف اهو قدم کنيو ويو آهي. 2009ع جي شروع ڌاري طالبان اترين علائقن ۾ پنهنجي مرضيءَ جي شريعت لاڳو ڪري ڇڏي. جڏهن ته ملڪ جي باقي سمورن عالمن ان جي مخالفت ڪئي. وڌندڙ جارحيت ۽ بدامنيءَ کي نظر ۾ رکندي حڪومت پاڪستان ۽ سرحد حڪومت طالبان سان معاهدو ڪيو ۽ نظام عدل قائم ڪرڻ لاءِ آرڊيننس جاري ڪيو. جنهن موجب طالبان جي زيرِ اثر علائقن ۾ قاضي عدالتون قائم ڪيون ويون. طالبان انهن عدالتن ۾ پنهنجي مرضيءَ جا قاضي (جج) مقرر ڪرڻ پئي چاهيا. ايئن رياست اندر هڪ ٻي رياست جو تصور قائم ٿيڻ لڳو. مذهبي اڳواڻ صوفي محمد جي معرفت اهو ناهه ٿيو هو پر جتان ته ڪري سگهيو ۽ انتها پسندن. جن ۾ ڪي ڌوهاري به شامل هئا. رياستي ادارن جي ماڻهن کي اغوا ۽ قتل ڪيو. گڏوگڏ هنن جمهوريت ۽ عدالتن جي نظام کي غير اسلامي قرار ڏنو. ان صورتحال کي ڏسندي حڪومت ٻيهر آپريشن شروع ڪيو. جنهن کي وري ”آپريشن راهِ راست“ جو نالو ڏنو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ سوات، مالاڪنڊ، دير، بونير ۽ ڀرپاسي وارن علائقن مان وڏي پئماني تي ماڻهن لڏ پلاڻ ڪئي جن مان ڪيترن سنڌ ۾ ۽ ٻين پنجاب ۽ سرحد جي مختلف علائقن ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. ڪيترن ماڻهن کي عارضي ڪيمپن ۾ رهايو ويو آهي.

**آپريشن ڪلين اپ:** ”سهراب ڳوٺ“ (ڪراچي) ۾ جمع ٿيل ناجائز ۽ غيرملڪي هٿيارن ۽ منشيات جي اڏن جي صفائيءَ لاءِ حڪومت سنڌ جي خاص پوليس ڪارروائي. جيڪا 12 ڊسمبر 1986ع تي ان وقت جي وزيراعلىٰ سيد غوث علي شاهه جي نگرانيءَ هيٺ ٿي انهيءَ ڪارروائيءَ جو نالو ”آپريشن ڪلين اپ“ رکيو ويو. سهراب ڳوٺ کي ”ڪراچيءَ جو دروازو“ چيو ويندو آهي. هتي ٻهرين پٺاڻن جا آٽو پارٽس جا دڪان هئا. جن کي بعد ۾ پوليس ڪارروائيءَ ذريعي متبادل جاين ڏانهن منتقل ڪيو ويو هتي باڙا مارڪيٽ ۾ سمگل ٿيل مال وڪرو ٿيندو هو ان کان علاوه پاڪستان جي قبائلي علائقن ۾ تيار ٿيل هٿيارن ۽ غيرملڪي هٿيارن جو به هتي ناجائز وڪرو ٿيندو هو سهراب ڳوٺ منشيات، خاص ڪري هيروئن جو مشهور اڏو هو. آپريشن ڪلين اپ جي نتيجي ۾ سهراب ڳوٺ ڪجهه وقت لاءِ ناجائز هٿيارن ۽ منشيات کان پاڪ ٿي ويو پر پوءِ وري ساڳيو سلسلو شروع ٿي ويو.

**آڇار:** (سنسڪرت: آرتيه وار. سنڌي آڏت وار= سج وانگر روشن) سج جي روشنيءَ وانگر روشن شخصيت. علم جي روشنائيءَ وارو) آچر جي ڏينهن ڄاول ماڻهوءَ جو نالو (جيڪو خيال آهي ته صلح پسند ۽ منصف مزاج ٿيندو).

**آڇار[2]:** سنڌ جو هڪ روايتي ڪردار ”ڪاڪو آڇار“. جنهن جا گفتا ۽ فيصلا مزاحيه ترڪن طور بيان ڪندا آهن. پر دراصل اهي ڏاهپ سان ڀريل ناصحانه نڪتا هوندا آهن.

**آڇار[3]:** ڪاڏي ڪاڻڻ دوران ڏاڪڻي طور ترش ڪٽو ڏاڪڻو رکندڙ سنڌيل شيءِ. کي آڇار به چيو آهي (وڌيڪ ڏسو: آٿاڻ)

**آچاريه:** هي لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ ”آرت ساريا“ [آدت= سج + ساريا = روشن] مان نڪتل آهي. يعني سج جيئن روشن شخصيت. هندو سماج ۾ ”آچاريا“ لفظ وڏي مان ۽ مرتبي وارو آهي. جهڙوڪ: آچاريه گدوائي، آچاريه ڪرپالاڻي.



**آچاريه آسودومل گدوائي:** آچاريه آسودو مل سنگت راءِ گدوائي، سنڌ جي انهن اڪابرن ليکڪن مان هو جن سنڌي نثر ۽ ڪهاڻيءَ کي نئون رنگ ڏنو هو 23 مارچ 1878ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. مئٽرڪ ڪراچيءَ مان ڪري، اعلىٰ تعليم لاءِ بمبئيءَ ويو جتان بي اي ڪري، ڪراچيءَ واپس وريو هن ٻهراڻين روينيو کاتي ۾ نوڪري ورتي پر ڪجهه عرصي کان پوءِ اها ڇڏي. هڪ خانگي اسڪول ۾ ماستر ٿيو هو پنهنجي صلاحيتن سان ترقي ڪري ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو جتان 1939ع ۾ پينشن ورتائين.



**آچاريه ڀڳوان ديو:** هڪ ناميارو سنڌي ليکڪ ۽ سياستدان. جنهن سال 1935ع ۾ پيراڻي ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ اجمير مان لوڪ سڀا جو ميمبر به ٿيو هن ٻهرين ڀيرو 26 اپريل 1982ع تي لوڪ سڀا ۾ سنڌيءَ ۾ قسم کنيو ۽ تقرير ڪئي هئي ۽ 18-19 آڪٽوبر 1983ع تي ڀارت جي ٻهرين ورلڊ سنڌي ڪانفرنس ڪوٺائي هئائين. جنهن جو افتتاح ان وقت جي

وزيراعظم مسز اندرا گانڌيءَ ڪيو ۽ اختتامي سيشن جي صدارت صدر گياني ذيل سنگهه جي هٿي. پارٽ ۾ وڏي اثر رسوخ واري شخصيت هو 1999ع ۾ گذاري ويو آهي.

**آچاريا شنڪر:** (780ع–820ع) هندو مذهب جو زبردست عالم ۽ مبلغ، جنهن ويدانيت ۽ لادوئيءَ جي تعليم ڏني. مالابار ۾ جنم ورتائين شنڪر آچاريا کي ٻڌمت خلاف زبردست مهم هلائڻ جي ڪري مقبوليت حاصل ٿي. هن ٻڌمت جي عالمن سان ڪيترائي مناظرا ۽ بحث ڪيا ۽ کين مات ڏني. هن هندو مذهب جي پرچار لاءِ درسگاهون به قائم ڪيون هن ديوتائن ۾ "برهما" کي وڌيڪ اهميت ڏني. هن برهما جي تقدس ۽ ويدن جي تشريح ڪئي آهي. سندس خيال موجب دنيا پنهنجو پاڻ ئي وجود ۾ نه آئي بلڪ برهما جي آتما سان پيدا ٿي. آچاريا شنڪر جي وفات ڪشمير جي ڪيدار ناٿ شهر ۾ ٿي.

**آچاريہ ڪرپالاڻي:** هن جو پيدائشي نالو جيوترام ڀڳوانداس ڪرپالاڻي هو. ۾ سياست ۾ اچڻ کان پوءِ "آچاريہ ڪرپالاڻيءَ" جي نالي سان مشهور ٿيو 1888ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو ابتدائي تعليم حيدرآباد ۾ ورتائين، پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ ولسن ڪاليج بمبئيءَ ۾ داخلا ورتائين. بنگال جي ورهاڱي خلاف هلچل ۾ حصو وٺڻ جي ڏوهه ۾ ڪاليج ڇڏڻو پيس. ان کان پوءِ ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين. 1912ع ۾ ايم. اي پاس ڪري، سکر ۾ استاد مقرر ٿيو ان کان پوءِ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ بهار صوبي جي مظفر پُرهه ڪاليج ۾ پڙهائڻ لڳو جيئن ته ڪرپالاڻي سنڌي هو،



تهنڪري بهاري شاگرد کانئس شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام نهايت دلچسپيءَ سان ٻڌندا هئا. 1917ع ۾ جڏهن مهاتما گانڌيءَ ستيا گرهه هلچل شروع ڪئي ته ان جو ساٿ ڏنائين مهاتما گانڌي مظفرپور ۾ وٽس اچي ترسندو هو انهيءَ ڏوهه ۾ کيس نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيائون ان کان پوءِ آچاريہ ڪرپالاڻيءَ سڄي زندگي مهاتما گانڌيءَ جو ساٿ ڏنو 1918ع ۾ پنڊت مدن موهن مالويہ جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿي رهيو 1919ع ۾ بنارس جي هندو يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر مقرر ٿيو ۽ سياسيات جو استاد بڻيو. 1920ع ۾ جليانوالا باغ واري واقعي تي مهاتما گانڌيءَ سول نافرماني تحريڪ شروع ڪئي ته آچاريہ ڪرپالاڻي به وديشي ڪپڙن کي ساڙي هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو ۽ اٺين سال کن کان پوءِ وري اچي گانڌيءَ سان شريڪ ڪار ٿيو 1922ع کان 1937ع تائين هو "گجرات وديا پيٺ" جو پرنسپال رهيو. 1934ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو سيڪريٽري جنرل ٿيو ۽ 1946ع تائين اهو عهدو وٽس رهيو. آڪٽوبر 1946ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو صدر منتخب ٿيو پر پوءِ پارٽيءَ ۾ اختلافن سبب استعيفا ڏنائين انگريزن خلاف سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ ڪري ڪيترا ڀيرا جيل ويو ورهاڱي بعد ڀارت جي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو 1951ع ۾ پنهنجي ڌار سياسي پارٽي "ڪانگريس نيشنل ڊيموڪريٽ فرنٽ" قائم ڪيائين. 1952ع کان 1957ع تائين لوڪ سڀا جو به ميمبر رهيو. آزاد خيال ۽ ڪشاده دل انسان هو ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو سندس وفات 1982ع ۾ ٿي.

**آچر:** هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن جو نالو. ٻه هزار سال اڳ جي پالي پراڪرت جي پستڪن ۾ هي لفظ "آديتوار" – "آدچوار" لکيل آهي جنهن جو مطلب آهي 'سج جو ڏينهن' جيڪو بعد ۾ "آئچوار"، "آئچر" مان ٿيندي 'آچر' ٿيو آهي. ان کان سواءِ نج سنڌيءَ ۾ سج کي 'آڏت' به چئبو هو ممڪن آهي ته ان مان آڏتوار – آرتوار ۽ آچر ٺهيا هجن. هن کي "آرتوار" ۽ "آچار" به چوندا آهن. آچر کي انگريزيءَ ۾ Sunday. ساڳي معنيٰ 'سج جو ڏينهن'. عربيءَ ۾ 'يوم الاحد' ۽ فارسيءَ ۾ 'يڪشنبہ' چوندا آهن پاڪستان ۾ ڪيترن ئي سالن کان هفتيوار موڪل آچر جي ڏينهن تي ٿي ٿيندي آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومتي دور ۾ آچر بدران سڄي ملڪ ۾ جمعي جي ڏينهن تي موڪل ڪئي وئي ليڪن جڏهن ميان نواز شريف ملڪ جو پهريون وزيراعظم بڻيو ته هن جمعي جي ڏينهن بجاءِ آچر جي ڏينهن تي سڄي ملڪ ۾ هفتيوار موڪل ڪري ڇڏي ۽ اهو رواج اڄا هلندڙ آهي.

**آچرا:** لس ٻيلي ۾ رهندڙ هڪ ذات جو نالو جنهن جون خاص ٻستيون ٻيريءَ ۽ وايارو (اُٿل علائقي) ۾ آهن آچرا، ماندرا قبيلي جي شاخ آهي.

**آچر درويش:** هي درويش ٺٽي جو پوڙهو (پڳڙا ناهيندڙ يا وڪڻندڙ) هو هو ڪافي ڪرامت جو صاحب سمجهيو ٿي ويو ٺٽي جا ڪيترائي معزز ماڻهو ۽ سيد سندس مريد هئا. ٺٽي جو مشهور عالم سيد علي ثاني شيرازي به سندس مريدن مان هڪ هو سندس ڪيترائي نقل ۽ واقعا مشهور آهن (ڏسو: تحفة الڪرام). جڏهن ٺٽي جي سيدن مان سندس مريديءَ جو ڳالهيو وڌندو ويو ته انهن کي ان ڳالهه جو خار محسوس ٿيڻ لڳا ته اسان سيدن جو اولاد آچر درويش جو مريد ٿئي. اهڙيءَ طرح انهن هر طرح کيس تنگ ڪيو ۽ شهر مان ٻي دخل ڪيو پوءِ هو گجرات هليو ويو. سندس مريد سيد علي ثاني درويش جو ڏس پڇائيندو وڃي کيس مليو.

**آچر سڏايو:** تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ "نارو فقير"، "حسن خروس"، "نواب ڏاهاڻي" ۽ "آچر سڏايو" ڳوٺ آباد آهن.

**آچر سڏايو جاگير:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ فقط هڪڙو ڳوٺ آچر جاگير شيخ آباد آهي.

**آچر فقير:** آچر ٻٽ جمعو قلبوتو سچل جي درگاهه جو فقير هو هيءُ ڳوٺ اورنگ آباد لڳ امروٽ شريف، تعلقي ڳڙهي ياسين جو ويٺل هو تنديڻ ۾ سندس ماءُ پيءُ فوت ٿي ويا. تنهنڪري پنهنجي مامي وٽ شڪارپور جي پرسان رهيو مامي هن کي مينهون چارڻ لاءِ ڇڏيو پر جلدي بيزار ٿي ڳوٺ ڇڏي گهمندو اچي "درازن" ۾ پهتو، جتي فقيرن جي صحبت وٺي ويو. آخرڪار پاڻ به سچل سائينءَ جي درگاهه تي فقير بڻجي ويٺو جوانيءَ جي وقت ۾ 1349هه/1930ع ڌاري وفات ڪيائين.

**آچر گاڏي:** آچر نالي شخص، ذات جو ملڪاڻي، سڄي لاڙ ۾ "آچر گاڏيءَ" جي نالي سان مشهور هو هو جاتيءَ جو ويٺل هو جاتيءَ جي ملڪن مامون خان ملڪاڻيءَ ۽ محمد موسيٰ خان ملڪاڻيءَ جو ماڻهو ۽ ٽپال ڪاتي جو ملازم هو جاتيءَ کان ميرپور بٺوري ۽ بٺوري کان جاتيءَ ۾ ٽپال رسائڻ جي ڊيوٽي آچر گاڏيءَ جي هوندي هئي. تمام تکو ڊوڙندو هو تنهنڪري "ريل گاڏيءَ سان مشابهت ڏيئي آچر گاڏيءَ جو نالو ڏنائونس.

**آچا:** تعلقي قنبر، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو هن ديهه ۾ 10 ڳوٺ آباد آهن.




**آخري اميد** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي. محمد عثمان ڏيپلائي، هن ڪتاب جو ڇپائيندڙ آهي، هاشمي پريس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**آخري پنا** (ڪتاب): هي ڪتاب هري موٽواڻي جي آتم ڪهاڻي آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان سال 1979ع ۾ ڇپيو. ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 196 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا ڇاپايل آهي. جڏهن ته ان جو پهريون ڇاپو ڪونج پبليڪيشن ممبئي جنوري 1997ع ۾ ڇپيو هو.

**آخري سبق** (افسانا): افسانن جي هن مجموعي ۾ محمد عثمان ڏيپلائي جا پنج افسانا "علي جوڙي، سائنس جو پٽ، پارس ۽ آخري سبق" ۽ حيدر بخش جتوئي جو لکيل ڊرامو "وڏيري جو رمضان" ۽ ساقي سجاولي جو افسانو "يوسف زنده باد" شامل آهن "عبرت" سلسلي جو هي ڪتاب 1950ع ۾ اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. صفحا 100، قيمت 1.00 رپيا اٿس.

**آخري صليبي جنگ** (ڪتاب): هي ڪتاب مرزا يوسف علي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن جي قيمت 50 پئسا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، مسلم بوڪ ڊيپو سکر طرفان مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ شايع ٿيو.

**آخرين سفر** (ڪتاب): هي ڪتاب جڳت آڏواڻي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڇاپايل آهي. ساهتيه چندن پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپيو.

**آخري وسيلو** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالحليم بروهي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 34 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، انڊس پرنٽرس، حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**آخوند**: مذهبي تعليم ڏيندڙ، معلم، استاد، فقهي ۽ مولوي جو لقب. ناalso آخوند مدرسن يا ديني ادارن ۾ پڙهائيندڙ استاد هوندو آهي. سنڌ ۾ خاص ڪري آخوند اهڙي استاد کي چئبو آهي. جيڪو قرآن شريف جي ۽ بي ديني تعليم ڏئي. آخوند لاءِ پرهيزگار، نيڪ، متقي، صاف ڪردار ۽ دين جي باري ۾ ڄاڻ رکڻ ضروري آهي.

**آخوند احمد سانوٽي هالائي**: آخوند احمد، هالا پراڻا ڳوٺ جو رهاڪو هڪ بزرگ شخص هو. جنهن پنهنجي سموري زندگي تعليم ۽ شعرگوئي ۾ گذاري. هو تاريخ جي ماده ڪڍڻ واري فن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ ڪلام چيائين. وڏو عابد، زاهد ۽ متقي هو. آخوند صاحب 1317هه/1899ع ۾ وفات ڪئي.

**آخوند اقبال احمد**: آخوند اقبال احمد 1924ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. 1949ع ۾ پرڏيهي وزارت جي اعليٰ عهدي تي مقرر ٿيو. ڪئناڊا، سعودي عرب، اسپين، نيوزي لئنڊ، مصر ۽ ملائيشيا ۾ سفارتخانا سنڀاليائين. هالئنڊ ۾ بيگم لياقت علي خان سفير هئي ته آخوند اقبال احمد ان سان گڏ هو. 1961ع ۾ جڏهن پرنس علي خان اقوام متحده ۾ مستقل نمائندو هو. تڏهن اقبال آخوند به اقوام متحده ۾ ڪشمير جي مسئلي جي نمائندگي ڪري رهيو هو. 1968ع ۾ متحده عرب جمهوريه ۾ ۽ 1976ع ۾ يوگوسلاويه ۾ پاڪستان



جو سفير ۽ 1972ع ۾ اقوام متحده ۾ پاڪستان جو نمائندو مقرر ٿيو. اپريل 1976ع ۾ روڊيشيا ۾ اقوام متحده جي قائم ڪيل ڪاميٽي جو چيئرمئن چونڊيو ويو. سنه 1976ع ۾ ٻارهن وڏن بين الاقوامي سفارتڪارن ۾ آخوند صاحب جو نالو به شامل هو. 1988ع ۾ ان وقت جي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽي جي فرمائش تي پاڪستان ۾ موٽي آيو ۽ پاڪستان ۾ قومي سلامتي جو مشير مقرر ٿيو.

آخوند اقبال احمد، ذوالفقار علي ڀٽي سان ننڍپڻ کان ئي شناسا رهيو. ڇاڪاڻ جو سندس والد لاڙڪاڻي ۾ ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج هو. آخوند صاحب پنهنجي پنجاهه سالن جي سياسي ۽ سفارتي يادگيرين بابت هڪ ڪتاب "Memoirs of a Bystander-A life in Diplomacy" به لکيو.

**آخوند الهه بچايو**: آخوند الهه بچايو ولد آخوند غلام علي، 14 جولاءِ 1919ع ڌاري ڳوٺ مٽياري ۾ ڄائو. سندس تعلق صديقي خاندان سان هو.



سندس وڏا گهڻو وقت اڳ مغلن سان گڏ سنڌ ۾ آيا هئا. ٻن پاڙن مان هڪ درس تدريس جي عمل سان واڳيل رهيو. هڪ مدرسو قائم ڪيائين. جنهنڪري اهي "آخوند" سڏجڻ لڳا. آخوند الهبچايو اڃا پنجن سالن جو مس هو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. هن معصوم جي پالنا ۽ پڙهائيءَ جي فرض ادائي سندس امڙ ۽ مامي محمدصديق سنڀالي. چار درجا سنڌي پڙهڻ کان پوءِ آخوند الهه بچائي کي انگريزي پڙهڻ لاءِ پهرين حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ موڪليو ويو. بي اي پاس ڪرڻ کان پوءِ وڪالت جي امتحان لاءِ تياري ڪيائين پنهنجي پڙهائيءَ ۽ رهائش جي خرچ لاءِ سنڌ مدرسي ۾ ماستريءَ جي ملازمت اختيار ڪيائين. 1940ع ۾ ايل ايل بي پاس ڪري، حيدرآباد ۾ اچي وڪالت شروع ڪيائين. ۽ ان سان گڏ سماجي خدمتن ۾ به ڀرپور حصو وٺندو رهيو. حيدرآباد ۾ مسلم هاءِ اسڪول قائم ڪيائين. جلد ئي وڪالت ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيائين. حيدرآباد لا ڪاليج جو ڪجهه عرصو پرنسپال به رهيو ۽ سنڌ جي مشهور قانوندانن ۾ سندس شمار ٿيڻ لڳو. 1943ع ڌاري علامه دائودپوٽي جي وڏي نياڻيءَ سان سندس شادي ٿي. 1966ع ۾ آخوند الهه بچايي کي اولهه پاڪستان ۾ قانون واري وزارت ۾ وزير طور کنيو ويو. آخوند الهه بچايي جي وفات 1972ع ۾، روڊ جي هڪ دردناڪ حادثي ۾ ٿي. کيس مٽيارين جي آبائي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. اڳوڻو سيڪريٽري ثقافت سنڌ، عبدالحميد آخوند سندس فرزند آهي.

**آخوند حاجي دين محمد**: آخوند حاجي دين محمد ولد آخوند خير محمد سانوٽي قريشي، هالا پراڻا جو رهاڪو قابل بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس شعر سنڌيءَ ۽ فارسيءَ ۾ گهڻو چيل آهي. مثلاً:

تنهن کي غافل ڇڏي ڏي، تنهن ناداني اٿئي
روز شب رهه روح ۾، هي روح رحماني اٿئي

**آخوند حافظ ولي محمد:** آخوند حافظ ولي محمد ولد آخوند حافظ حاجي محمد قاسم جي ولادت 17 جمادي الثاني 1274ھ/ 16 آڪٽوبر 1867ع اربع ڏينهن تي هالن ۾ ٿي. قرآن شريف پنهنجي والد وٽ پڙهيائين. نهايت عبادت گذار، نيڪ ۽ پرهيزگار شخص هو. مخدوم ظهيرالدين هالائيءَ جا ڪيڙا سيندو هو ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو استاد هو ۽ کيس قرآن شريف جي تعليم ڏني هئائين. آخوند صاحب ڪپڙي ۽ سون جو وڏو ڄاڻو هو. پاڻ درزڪو ڪم به ڄاڻندو هو. 30 محرم الحرام 1353ھ/ 15 مئي 1944ع تي هالن ۾ وفات ڪيائين.

**آخوند رحمت الله سانوڻي هالائي:** آخوند رحمت الله ولد آخوند محمد شاڪر سانوڻي شاعر هو. سندس ڪجهه فارسي ۽ ڪجهه سنڌي ڪلام سندس ڪتب خاني ۾ موجود آهي. هو ڳاڙها جيل حيدرآباد تي جيلر به رهيو ۽ اتان رٽائرڊ ٿي، هالن ۾ يادِ خدا ۾ مشغول رهيو. آخوند صاحب سن 1304ھ/ 1886ع ۾ وفات ڪئي.

**آخوند، عبدالحميد:** آخوند عبدالحميد ولد آخوند الهجڙايو اصل مٽياريءَ جي صديقي خاندان سان تعلق رکي ٿو. پاڻ شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو ڏوهٽو آهي. هن حيدرآباد شهر ۾ 30 مارچ 1945ع تي جنم ورتو. ابتدائي تعليم حيدرآباد مان ورتائين.



آخوند صاحب ملازمت جي شروعات 1968ع ۾ نيشنل سينٽر حيدرآباد جي ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر جي حيثيت سان ڪئي. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي امتحان بعد تعليم کاتي سنڌ جي ڪلچرل ونگ ۾ 1976ع ڌاري اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. 1988ع ۾ جڏهن حڪومت سنڌ، ثقافت کاتي کي تعليم کاتي کان ڌار ڪري هڪ محڪمي جي صورت ڏني ته حميد آخوند صاحب ان جو پهريون ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. اڳتي هلي سيڪريٽري ثقافت جو عهدو سنڀاليائين. جنهن عهدي تي هڪ مختصر عرصو ڇڏي، 2000ع تائين لڳاتار رهيو. ان دوران هن جناح ڪورٽس ڪراچي رينجرس کي ڏيڻ جي سخت مخالفت ڪئي. جنهن تي کيس 12 ڊسمبر 2000ع تي عهدي تان هٽايو ويو. آخوند صاحب پنهنجي دور ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي جي ڪارڪردگيءَ کي هر لحاظ کان بين الاقوامي سطح تائين نمايان ڪيو. ان حد تائين جو ٻاهرين ملڪن ۾ سنڌ توڙي پاڪستان جي نمائندگيءَ لاءِ حميد آخوند صاحب جي شرڪت ۽ موجودگي لازمي سمجهي ويندي هئي. حميد آخوند سنڌ جي ثقافت جي سمورن نمائنده پهلوئن کي اُجاگر ڪيو ۽ ان جي افاديت، اهميت ۽ عالمي حيثيت کي مدِ نظر رکي، ان جي تحفظ لاءِ اثرائتي جاکوڙ ڪندو رهيو. هن ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ ثقافت کاتي پاران سنڌ جي تاريخ، ثقافت، ڪلاسيڪي ادب، لطيفيات، آثار قديمه ۽ ٻين موضوعن بابت انگريزي، سنڌي ۽ اردو ۾ 100 جي لڳ ڀڳ ڪتاب ڇپرايا. ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سنڌ ميوزيم حيدرآباد، سيوهڻ ثقافتي مرڪز، سچل اڪيڊمي خيرپور، سنڌ آرڪائيوز، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد ۽ ٻيا ڪيترائي ادارا ۽ لائبريريون سندس دم قدم ۽ محنت سان قائم آهن. آخوند صاحب جي ئي محنتن سان نه رڳو ثقافت کاتي کي وڏي پذيرائي ملي، پر پاڪستان جي سمورن صوبن مان سنڌ پهريون صوبو هو جنهن ثقافت کاتي جو وجود پيو ۽ هن کاتي سان سياحت، نوجوانن جي مسئلن، سماجي ڀلائيءَ ۽ زالدين جا کاتا به شامل ڪيا ويا. آخوند صاحب سنڌ آرڪائيوز ۽ آرڪيالاجيءَ جي شعبي کي به هن کاتي سان ملائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌ هيريٽيج ڪائونسل جوڙي سنڌ جي قديم عمارتن کي قومي ورثي جو درجو ڏياريو. آخوند صاحب پنهنجي دوست ۽ سنڌي راڳ ۽ ثقافت جي ڄاڻو ممتاز مرزا کي ثقافت کاتي ۾ ڊائريڪٽر جنرل طور مقرر ڪرايو. اهڙيءَ طرح هنن ٻنهي ثقافت جي محسنن سنڌ جي راڳ ۽ ثقافت جي "ڪلچرل فلوٽن" (Cultural Floats) کي پاڪستان ۽ دنيا جي ملڪن ۾ متعارف ڪرايو ۽ سنڌ جي فنڪارن، ڪلاڪارن ۽ سازندن کي سڄيءَ دنيا اندر شهرت ڏياري. پيپلز پارٽيءَ جي 1993ع واري دور ۾ آخوند صاحب برطانيا ۾ هڪ اهم "سنڌ ثقافتي شو" ڪاميابيءَ سان منعقد ڪرايو ۽ سنڌ کي ثقافتي لحاظ کان دنيا ۾ پذيرائي ڏياري. آخوند صاحب سنڌ جي راڳ ۽ لطيفيات جي حوالي سان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ممتاز مرزا، شيخ محمد اسماعيل، ظفر ڪاظمي ۽ ٻين شخصيتن جي صحبت ۾ رهيو هو. ثقافت کاتي جو واحد سيڪريٽري هو جيڪو شاهه لطيف جي ميلي جون ڪارروايون خود هلائيندو هو جيتوڻيڪ اها ذميواري هن ممتاز مرزا جي حوالي ڪئي هئي، پر ڪڏهن پاڻ به سندس مددگار ٿيندو هو. اهو سندس ثقافت سان عشق جو ثبوت آهي. آخوند صاحب جي دور ۾ ثقافت کاتي جي هٿ هيٺ هلندڙ ادبي بورڊ کي ترقي ملي. پهريون ڀيرو سنڌي ڪمپيوٽر تي ڪمپوزنگ شروع ٿي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي قيام جي سمري جيتوڻيڪ اڳ تيار ڪئي وئي هئي، پر ان جي عملي وجود ۾ آخوند صاحب جو به ڪردار آهي. هن سنڌ جي فنڪارن جي ڏکين گهڙين ۾ وڏي مدد ڪئي ۽ فنڪارن لاءِ وظيفا مقرر ڪيا.

آخوند صاحب کي اردو زبان جي فنڪار "ٻهڙيءَ" جي مناسب مدد نه ڪرڻ جهڙي معمولي ڳالهه تان ثقافت کاتي مان هٽايو ويو. بعد ۾ هو مائينس ۽ منرل ڊپارٽمينٽ جو سيڪريٽري رهيو جتان رٽائر ڪيائين. رٽائرمينٽ بعد کيس عهدي تي 2 سال واڌ ايڪسٽينشن ڏني وئي. جتان سنڌ جي آخري نگران حڪومت 2007ع ۾ کيس ان عهدي تان بدلي ڪيو. انگريزي اخبار "ڊيلي ٽائيمز" سندس بدليءَ جو ڪارڻ ٿرڪوئلي جي ترقيءَ لاءِ سندس زبردست وڪالت کي ڄاڻائيندي سُرخي لڳائي ته:

"Pro Thar Coal Beaurocrat Transfered"

يعني "ٿرڪوئلي جو حامي ڪامورو بدلي ٿي ويو"

آخوند صاحب "ڪيجيند ٽرسٽ" جو ڊائريڪٽر رهيو آهي، جنهن ذريعي اديبن، عالمن ۽ فنڪارن جي مالي سهائتا ڪئي ويندي آهي. آخوند صاحب مهاتا پٽلس جي بورڊ آف ٽرسٽيز جو ميمبر آهي. يونيسڪو جي هيريٽيج ڪائونسل ۽ دنيا جي ڪيترن ثقافتي ادارن ۽ تنظيمن جو ميمبر رهيو آهي. آخوند صاحب جا شاهه عبداللطيف بابت انگريزيءَ ۾ هيٺيان ٻه ڪتاب ڇپيل آهن

1. Bhitai, The Message of The Master: an Anthology of Commentaries on the Poetry of Shah Abdul Latif (1993).
2. Shah Abdul Latif, His Mystical Poetry (1991).

17 جولاءِ 2009ع تي آخوند عبدالحميد کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو آهي. جتي هن چارج وٺي ڪم شروع ڪري ڇڏيو آهي. سندس ثقافتي خدمتون سنڌ جي تاريخ ۾ ياد رهنديون.

**آخوند عبدالرحمان چانڊيو:** آخوند عبدالرحمان چانڊيو، تعلقي قمبر ۾ نواب غيبي خان چانڊيي جي جاگير جو رهاڪو هو. اندازً 74-1272ھ/ 57-1855ع ڌاري ڄائو. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ بعد شاگردن کي پڙهائيندو هو. ڪافي گو شاعر هو. ڪافيءَ سان گڏ هن سينگار ۽ ٽيهه اکريءَ وغيره صنفن ۾ به شاعري ڪيائين. سندس ڪلام مشهور شاعر، شاهه محمد ديدڙ جي تتبع تي ڇپيل آهي. هن 1346ھ/1927ع ۾ وفات ڪئي.

**آخوند عبدالرحيم "وفا" عباسي:** 19 صديءَ جو برک سنڌي عالم ۽ مشهور سنڌي ليکڪ آخوند عبدالرحيم "وفا" عباسي، اصل ڳوٺ قبي سعيد خان تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. سندس ڄمڻ جي تاريخ جي صحيح خبر ڪا نه آهي. آخوند عبدالرحيم عباسي، شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ قبي سعيد خان ۾ حاصل ڪئي. وقت گذرڻ سان گڏ ماڻهن جي سوچ ويچار ۾ فرق ايندو ويو ته تيئن آخوند عبدالرحيم عباسي، جڏهن وڏو ٿيو ته پنهنجي اباڻي ڳوٺ کي خير آباد چئي اچي ڪراچيءَ ۾ رهڻ لڳو. آخوند صاحب پنهنجي محنت، ڏاهپ ۽ ادبي لياقتن جي ڪري ٿوري ئي عرصي ۾ ڪراچيءَ جي نالي وارن ليکڪن ۽ اديبن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. 1851ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر واري دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي ۽ نصابي ڪتابن جي تياريءَ جو سلسلو شروع ٿيو جنهن لاءِ ڄاڻو ماڻهو گهربل هئا. اڳتي هلي تعليم کاتي لاءِ ورنيڪيولر ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جي آڏو ڄاڻو اديب سنڌي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪري ڇپائيءَ لاءِ پيش ڪرڻ لڳا. آخوند عبدالرحيم به انهن مان هڪ هو. آخوند عبدالرحيم جي ادبي خدمتن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي. هو، سنڌ جي ڪوهستاني علائقي جو واحد فرد هو، جنهن ڪوهستان جي ليکڪن ۽ شاعرن جي دلين ۾ علم ۽ ادب جو چاهه جاڳايو. آخوند عبدالرحيم جي خدمتن جي ڪري ئي ڪوهستاني ليکڪن ۽ شاعرن جا ڪتاب ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ ڇپايا. آخوند عبدالرحيم ڪاڇي، ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي شاعرن ۽ سگهڙن جا جوڙيل قصا ۽ داستان توڙي ٻيا اعليٰ معنيٰ ڀريل بيت گڏ ڪيا ۽ پوءِ انهن کي سوڌي سنواري جدا جدا ڪتابن جي صورت ۾ "تعليم کاتي لاءِ" ورنيڪيولر ڪاميٽيءَ آڏو پيش ڪيو ۽ انهن کي ڇپائڻ لاءِ منظور ڪرايو هن جيڪي ڪتاب مرتب ڪيا، تن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ڪتاب "هر گنيو" 1273ھ/1857ع ۾ مرتب ڪيائين. جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تصحيح سان سال 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

(2) "قصو وکيي ڏاتار جو". آخوند عبدالرحيم 14 جون 1870ع تي ناهي تيار ڪري ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ آڏو پيش ڪيو.

(3-4) "قصو جمجمه سلطان" ناهيل شاعر "مير" جو ۽ "قصو بهرام شاهه جو" جوڙيل چني ڪنيءَ جي اهي ٻئي قصا پڻ آخوند عبدالرحيم ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ آڏو رکيا، پر ڇپجي نه سگهيا.

(5) "قصو دلوراءِ جو". جيڪو ٻهرين دفعو سال 1870ع ۾ ڇپيو.

(6) "قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو". جيڪو 1870ع کان پوءِ به پيرا ڇپيو.

(7) "قصو عمر ماروي جو". جيڪو پڻ ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ جوڙيو ۽ ڇپايو.

(8) "قصو سسئي پنهونءَ جو" ناهيل محمد عارف ڪلهوڙي جو جيڪو ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ جوڙيو ۽ 1867ع کان اڳ ڇپيو.

(9) "قصو ڪوتا ۽ ٻلي" جوڙيل خير شاهه جو جيڪو ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ جوڙيو ۽ 1872ع ۾ ڇپيو.

(10) "قصو عجائب شاهه جو". جوڙيل شاعر لونگ جو. آخوند عبدالرحيم، ورنيڪيولر ڪاميٽيءَ آڏو ڇپائيءَ لاءِ پيش ڪيو.

آخوند عبدالرحيم جي لکڻي سهڻي ۽ آسان لفظن سان جُڙيل هوندي هئي. سندس ڪتاب "جواهراللغات سنڌي اکيچار" پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن ڪتاب جي تصنيف وقت آخوند عبدالرحيم، سنڌي الف- بي ۽ سنڌي صورتخطيءَ بابت علمي لحاظ سان سوچيو ۽ ان سلسلي ۾ ڪي نوان رخ پيش ڪيا. هڪ ته خالص سنڌي اُچار وارن اکرن مان ڪن کي ڪي نيون صورتون ڏنائين ۽ پيو الف- بي جي ترتيبوار سٽاءُ قائم ڪيائين. جيڪا "جواهر اللغات سنڌي اکيچار" جي مقدمي ۾ ڏنل آهي. تيون نه لفظن جي صورتخطيءَ ڏانهن چڱو خاصو ڌيان ڏنائين. "جواهراللغات سنڌي اکيچار" ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مقدمي سان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 1993ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي. آخوند عبدالرحيم سنڌي ٻوليءَ جو ليکڪ ۽ ڪوهستاني پٽيءَ جي سنڌي ادب جو سرواڻ 1880ع ڌاري هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

**آخوند عبدالقادر "بيدل":** آخوند عبدالقادر "بيدل" ولد محمد پناهه پنهنجي وقت جو اهم شاعر ٿي گذريو آهي. سندس جنم 1837ع ۾ ٿيو. هن شڪارپور جي مشهور عالم خليفي عبدالله کان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. شمس الدين "بلبل" جي ديوان تي سندس لکيل قطع تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ پنهنجو خانگي مدرسو هلائيندو هو. بيدل صاحب خليفي قاسم جي دور کان وٺي لطف الله قادري صاحب جي دؤر تائين زنده رهيو. سندس شاعرن سان سٺا ناتا رهيا. ڪڏهن ڪڏهن "بزم مشاعره" ۾ شريڪ ٿيندو هو. 1921ع ۾ ٻهرين ادبي ڪانفرنس، لاڙڪاڻي ۾ به شريڪ ٿيو هو. سندس وصال 7 فيبروري 1932ع تي ٿيو.

**آخوند عزيزالله ميمڻ:** آخوند عزيزالله ولد آخوند نورالله ذات ميمڻ، مٽيارين جو رهاڪو هو. سندس جنم 22 شوال 1160ھ/ 14 جون 1746ع تي ٿيو. سندس وڏا ٺٽي جا رهاڪو هئا. پوءِ اچي مٽيارين ۾ ويٺا. آخوند عزيزالله ابتدائي تعليم مولوي محمد عثمان وٽ ورتي. عربيءَ ۾ مهارت حاصل ڪيائين. حديث، تفسير، فقه، تصوف ۽ معقولات ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ درس ۽ تدريس جون خدمتون انجام ڏنائين. آخوند عزيزالله جو وڏو ڪارنامو اهو ليکجي ٿو ته پاڻ سنڌي نثر ۾ تحت اللفظ قرآن پاڪ جو ترجمو ڪيائين. جيڪو سنڌي نثر ۾ نظمائي نثر جو مثالي نمونو ليکجي ٿو. آخوند عزيزالله لنواريءَ وارن بزرگن جو عقيدتمند هو. درس ۽ تدريس جي لحاظ کان سندس شاگردن جو تعداد تمام گهڻو رهيو. هن 77 ورهين جي ڄمار ۾، 13 رمضان المبارڪ 1240ھ /7 سيپٽمبر 1872ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه مٽياريءَ ۾ آخوندن جي قبرستان ۾ واقع آهي.

**آخوند فضل عليءَ وارو دستخط نسخو:** شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو هيءُ قلمي نسخو، تاريخ 17 ذوالحج 1269ھ مطابق 21 سيپٽمبر 1853ع تي آخوند فضل علي ولد محمد حافظ نصرپوريءَ لکي پورو ڪيو. هن نسخي ۾ "سر بسنت" ڏنل نه آهي. باقي 35 سرن ۽ آخر ۾ ٽيهه اکريءَ تي مشتمل هن مڪمل نسخي ۾ 2909 بيت ۽ 220 وايون شامل آهن. هن نسخي ۾ "سر سهڻيءَ" تائين هر داستان کي جدا عنوان سان ٽوڙ ڪيو ويو آهي. جهڙوڪ: "سر ڪلياڻ" کي "دويم در داستان اکهي اکهائي"؛ "سر جمن" کي "پنجم در داستان قرب ڪبريا"؛ "سرود سوهڻيءَ" کي "ششم در داستان ساهڙ جا سينگار" وغيره "سر ڪلياڻ" سان شروع ٿيندڙ رسالن ۾، سنه 1269ھ/ 1853ع جو لکيل هيءُ رسالو ٻئي نمبر طور اڳاٽو شمار ڪيو ويندو آهي.

**آخوند فقير محمد "عاجز":** آخوند حاجي فقير محمد ولد آخوند محمد موسيٰ قريشي، 9 مارچ 1846ع/4 شوال 1263ھ تي حيدرآباد جي شيراڻي محلي ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل مسقط (گڏيل عرب امارات) جا هئا، جيڪي عربن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ لڏي آيا ۽ پوءِ ٺٽي ۾ اچي رهيا.

آخوند فقير محمد، عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مير حسن علي خان ٽالپر جي معرفت تپيدار ٿيو ۽ سرڪاري

نوڪريءَ ۾ دل نہ لڳڻ سبب جلد ئي استعيفا ڏئي مطالعي ۾ عالمن ۽ اديبن سان وقت گذارڻ لڳو. سندس سموري زندگي درس ۽ تدريس ۾ گذري. پاڻ بهترين شاعر ۽ مضمون نگار هو. مير عبدالحسين خان "سانگي"، سيد غلام محمد شاھ "گدا"، مرزا قليچ بيگ، حافظ حيات شاھ، محمد بخش "واصف" ۽ ٻين سان ڪچهريون ڪيائين. جن جو پنهنجن غزلن ۾ بہ ذڪر ڪيو اٿس. شاعريءَ ۾ هڪ ديوان ۽ هڪ مثنوي سندس يادگار آهن. ان کان سواءِ پاڻ حافظ شيرازيءَ جي ڪجهہ غزلن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو بہ ڪيو اٿس. نثر ۾ سندس ڪتاب "داستان گلشن بهار" هڪ شاهڪار حيثيت رکي ٿو. آخوند صاحب 16 جنوري 1918ع/28 ربيع الاول 1336ھ تي وفات ڪئي.

**آخوند قاضي ميان اسماعيل:** آخوند قاضي ميان اسماعيل ذات جو صدر هو. سندس خاندان علمي گهراڻي سان واسطو رکڻ ڪري قاضي سڏبو هو ۽ ڪيس آخوند بہ چوندا هئا. آخوند صاحب نوشهري فيروز جي پرسان ڪلهوڙا اسٽيشن لڳ "صدر ڳوٺ" جو وينل هو ۽ اڃا تائين سندس خاندان جا ڪيترائي گهر اُتي آباد آهن. قاضي اسماعيل پنهنجي ڳوٺ صدر مان لڏي اچي ٻرڻ جي پرسان "درياخان جلباڻي" ڳوٺ ۾ رهيو. قاضي اسماعيل پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالم هو. سندس مدرسي جي هاڪ ان زماني ۾ سموري ساهتي پرڳڻي ۾ هئي.

قاضي اسماعيل جا پنهنجن همر عصر عالمن سان گهاٽا واسطا هوندا هئا. ڪاهي راهوءَ جي صاحبن ۽ ڪنڊياري سيدن سان سندس ڪافي رهاڻيون ٿينديون هيون. سندس مدرسي جو خرچ ان وقت جي سرنديءَ وارا ماڻهو برداشت ڪندا هئا. پاڻ اعليٰ درجي جو خوشخط پڻ هو.

**آخوند گل محمد هالائي خليفو:** خليفي گل محمد هالائيءَ سنہ 1226ھ/ 1811ع ۾ پراڻن هالن ۾ جنم ورتو. سنڌي ادب ۾ گل پهريون شاعر آهي، جنهن عروض جي اصولن پٽاندڙ پنهنجو مڪمل ديوان جوڙيو. ممبئيءَ مان



ڇپائي 1275هجريءَ ۾ پڌرو ڪيو. انهيءَ ڪري گل کي سنڌي عروضي شاعريءَ جو باني ڪوٺيو وڃي ٿو. خليفو گل محمد وڏو عالم فاضل ۽ عارف هو. سندس ڪلام مان پڌرو آهي تہ هو عربيءَ جو وڏو عالم ۽ پارسيءَ جو بہ ڄاڻو هو. سندس ڪلام ۾ شريعت کان سواءِ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي بہ اپٽار ملي ٿي. خليفو گل محمد اصغر سائين "اصغر" جن جو معتقد مريد ۽ خاص خليفو هو ۽ خلافت جو اهو سلسلو اڃا تائين آخوندن ۾ هلندو اچي ٿو. اصغر سائين سندس همعصر شاعر هو. جنهنڪري سندس ڪلام تي تصوف جو عنصر ۽ فقيريءَ جو رنگ غالب آهي. پاڻ سنہ 1272ھ مطابق 1855ع ۾ عربستان ۾ وفات ڪيائين.

**آخوند لطف الله "لطف" قريشي:** آخوند لطف الله ولد آخوند محمد اسحاق قريشي 1842ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. پاڻ حيدرآباد جي مشهور پاڙي "گنج بخش شاھ" جي پڙ ۾ رهندڙ قريشي خاندان جو فرد هو. ابتدائي تعليم پراڻن کان پوءِ پهرين آخوند محمد صديق جي مڪتب ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. بعد ۾ لوڪل بورڊ طرفان پرائمري استاد مقرر ٿي. چنيجن، نصرپور، ٽاج پور ۽ ٻين هنڌن تي پڙهائيندو رهيو. پڇاڙيءَ ۾ حيدرآباد ۾ ٽنڊي ولي محمد اسڪول (قاضي عبدالقيوم اسڪول) جو هيڊماستر ٿيو.

آخوند صاحب سلو نثر نويس، نظم گو ۽ ذوق سليم جو مالڪ هو. طبابت جي علم کان واقف هو. پاڻ اردو ٻوليءَ جي مشهور ڪتاب "فسانہ عجائب" جو "گل خندان" جي نالي سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. شاعريءَ ۾ "لطف" تخلص اختيار ڪري، مداحون، مناجاتون ۽ مولود چيائين.

مير عبدالحسين خان "سانگي" ۽ مرزا قليچ بيگ سان سندس روح رهاڻيون ٿينديون هيون. 1898ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ باقي عمر طبابت جي ڌنڌي ۾ گذاريائين. پاڻ ڊسمبر 1902ع ۾ هن دنيا مان لاڏائو ڪري ويو. "جان عالم" ۽ "انجمن آرا" بہ سندس تصنيفون آهن. کيس ڀ فرزند ۽ هڪ نياڻي هئي.

**آخوند محمد بچل "انور":** آخوند محمد بچل متيارين جي آخوندن مان هو. سندس والد جو نالو آخوند محمد صالح هو جيڪو فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو عالم هو. آخوند محمد بچل "انور" فارسي شعر ۽ نثر جو سلو ليکڪ هو. شاعريءَ سان گڏوگڏ ماده تاريخ ڪڍڻ واري فن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. آخوند صاحب "ميرن جي شاهي استاد" جي لقب سان مشهور هو. تحرير ۽ طرز بيان ۾ قابل هو. ٽالپر حاڪمن مان مير نصير خان ٽالپر جو بہ استاد رهي چڪو هو. پوءِ محڪمہ انشاء جو مير منشي بڻيو.

جڏهن مير نصير خان مسند نشين ٿيو تہ آخوند محمد بچل کي دربار ۾ وڏو مقام ڏنو ويو ۽ سرڪاري لکپڙھ ۽ حڪومت جا نازڪ سياسي معاملا، خانگي ۽ اهم مخفي مراسلا، آخوند صاحب پاڻ لکندو هو. انهيءَ دور ۾ جيڪي سياسي خواھ ملڪي معاملا ٿيا، انهن سڀني ۾ هن مدبر ۽ دانشمند مشير جي راءِ کي وڏو وزن هوندو هو. مير نصير خان ۽ انگريزن جي وچ ۾ جڏهن آخري عهدنامو ٿيڻ لڳو، ان وقت سڀئي مير مخالف ٿي بيٺا ۽ مير نصيرخان تي زور آندائون تہ معاهدي تي دستخط نہ ڪري. آخوند صاحب انگريزن جي ارادن ۽ مخالفتن کي ڏسي چڪو هو. تنهنڪري باوجود سخت مخالفت جي مير نصير خان کي اها صلاح ڏنائين تہ "هو ضرور معاهدو ڪري. نہ تہ حڪومت توڙي ملڪ لاءِ سخت خطرو پيدا ٿيندو" ابتدائي غلطين ۽ رواداريءَ سبب ملڪ تي انگريزن جو اقتصادي، تجارتي خواھ فوجي قبضو ٿي چڪو هو. تنهنڪري ان وقت حڪمراني بچائڻ لاءِ، آخوند صاحب جي راءِ مصلحت طور صحيح هئي. پر ٽالپرن نہ مڃيو ۽ مير نصير خان مجبور ٿي انڪار ڪيو. نتيجو اهو نڪتو جيڪو آخوند صاحب جي اکين ڏٺو هو يعني نہ حڪومت رهي، نہ ملڪ بچي سگهيو.

آخوند صاحب ديني ۽ دنيوي علمن ۾ بہ يگانو هو. شعر و سخن جو شوقين ۽ مضمون نويسيءَ جي فن ۾ قابل استاد هو. انشاء جي مهارت سبب ئي مير نصير خان سڀئي اهم ۽ نازڪ مراسلا کانئس لکرائيندو هو. پاڻ نہ فقط ظاهري علمن جي تحصيل ڪئي هئائين، پر باطني فيض جو قائل ۽ روحاني رستي جو طالب پڻ ٿي رهيو. پاڻ نقشبندي طريقي ۾ شاھ فضل الله جي فرزند شاھ عبدالقيوم نقشبندي سرهنديءَ کان بيعت ورتي هئائين.

آخوند صاحب جي بياض ۾ اٽڪل 60 کن نظم، غزل، مناجاتون ۽ مداحون سال 1277ھ مطابق 1860ع تائين لکيل آهن. سندس قلمي بياض جي آخر ۾ پنهنجن ٻن پٽن جي ڄمڻ جون تاريخون پڻ سندس هٿ اکر لکيل آهن.

ان کان سواءِ پنهنجي پير طريقت شاھ عبدالقيوم نقشبندي سرهندي رح جي وصال 1271ھ مطابق 1854ع تي پڻ هڪ طويل مرثيو فارسيءَ ۾ چيو اٿس. آخوند صاحب جو تفصيلي احوال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. البتہ سندس ذڪر انگريزي ڪتاب "Dry Leaves From Young Egypt" ۾ ضمني حوالي طور آيو آهي. يعني مياڻيءَ جي جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ سر چارلس نيپيئر

جڏهن حيدرآباد ۾ لٽ ۽ ٽالپر سنڌس ڪئمپ ۾ اچي نظربند ٿيا. ان وقت سر چارلس نيپيئر مير نصير خان ڏانهن ماڻهو موڪليو ته هو قلعو ڏسڻ گهري ٿو. تنهنڪري مير صاحب پنهنجا معتمد ماڻهو ڪيس ڏني، جيڪي هلي قلعو ڏيکارين. مير نصير خان. ديوان ميٺارام خدمتگار سان گڏ آخوند صاحب کي به سر چارلس نيپيئر سان موڪليو اهو واقعو 21 فيبروري 1843ع جو آهي. سر چارلس نيپيئر ۽ سنڌس لشڪر قلعي ۾ گهڙڻ شرط ڦرلٽ شروع ڪري ڏني ۽ انهيءَ ڏينهن ڪروڙن جي ملڪيت لٽي وئي.

مير نصير خان جلاوطنيءَ واري زماني ۾، ڪلڪتي مان آخوند صاحب سان خط و ڪتابت ڪندو هو. هن پنهنجي (زوجه محترمه (حرم خاص) ڏانهن جيڪي خط لکيا هئا. انهن ۾ پڻ آخوند صاحب کي "عالي قدر" جي خطاب سان نوازيو اٿس. "عالي قدر" جي لفظن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جي فرمانروا کي. آخوند صاحب لاءِ ڪيترو ادب ۽ احترام، عزت ۽ قدر هو ان کان علاوه مير نصير خان جي "مثنوي مرزا صاحبان" تي نثر ۾ ديباچو پڻ آخوند صاحب جو ملي ٿو. "مثنوي مرزا صاحبان" جو اهو نسخو 14 صفر 1247هه/ 1831ع جو لکيل آهي. آخوند صاحب 1278هه/ 1861ع ۾ وفات ڪئي.

شاهه لطيف رح جي شان ۾ چيل سنڌس مدح جون ڪجهه سٽون نموني طور ملن ٿيون:

شها دين و ايمان جو بخش دان،
سنڌو در ڪڙن مشڪل ڪشائيءَ ڪي مان
خدا تنهنجو اعليٰ ڪيو عز و شان،
"بچل" چا ڪري سگهندو ان جو بيان،
ڪرم ڪر سخي شاهه عبداللطيف.

**آخوند محمد حسن "مسڪين"**: محمد حسن "مسڪين" ولد مولوي جام ولد آخوند محمد دائود سومرو 12 مئي 1904ع مطابق 1323 هه تي، تعلقي خانپور (ضلعي شڪارپور) جي ڳوٺ "حاجي خان ڪلهوڙي" ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم ۾ قرآن پاڪ ۽ عربي ۽ فارسيءَ جا ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهيو پوءِ سنڌي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اٺن ميلن جي پنڌ تي، ڳوٺ ڪرم پور (ضلعو جيڪب آباد) ويندو هو. جتان 1920ع ۾ امتيازي حيثيت سان فائينل جو امتحان پاس ڪيائين. شڪارپور ٽريننگ ڪاليج مان هڪ سال سکيا وٺڻ کان پوءِ استاد مقرر ٿيو زندگيءَ جا 37 سال ملازمت ۾ رهي، 12 مئي 1959ع تي پينشن تي لٿو.

پاڻ هڪ پرائمري استاد هو سنڌس علمي وسعت عالمن کان گهٽ نه هئي. شعر و شاعريءَ سان به سنڌس شغل رهيو. "مسڪين" تخلص سان ڪافي ڪلام چيل اٿس. نظم سان گڏ نثر ۾ به چڱو موڪيائين سنڌس ڇڏيل تصنيفن ۾. "قلقل"، "احاديث نبوي" ۽ "منتخب آيات ڪريمه جو تفسير ۽ شرح" جا نالا وٺڻ جهڙا آهن. سنڌس وفات 72 سالن جي عمر ۾ 11 آگسٽ 1976ع/ 15 شعبان 1392هه تي ٿي. سنڌس فرزند ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سنڌي زبان جو سٺو شاعر، اديب ۽ استاد آهي.

**آخوند محمد شفيع جو دستخط نسخو**: شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هڪ قلمي نسخو سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ هيءُ رسالو تاريخ 27 ماهه صفر 1273هه مطابق 27 آڪٽوبر 1856ع ۾ آخوند محمد شفيع لکي پورو ڪيو شروعات هن طرح ڪئي اٿس: "اين رسالہ تصنيف حضرت شاهه صاحب ولايت و ڪرامت شاهه صاحب سيد شاهه عبداللطيف".

هن نسخي جي موجوده متن ۾ جملي 35 سر، 1841 بيت ۽ 115 وايون آهن. اڪثر سرن مان وچان پنا ڪتل آهن ۽ "سر سورٺ" سڄو ضايع ٿيل آهي. جيڪڏهن نسخو سالم هجي ها ته بيتن ۽ واين جو تعداد وڌيڪ بيهي ها. هن نسخي ۾ جيتوڻيڪ سرن جي ترتيب ساڳي سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ رسالن واري آهي، پر انهن وانگر هن رسالي جا سر داستانن يا فصلن ۾ ورهايل ناهن. البت هر هڪ سر ۾ ڪنهن حد تائين ساڳئي مضمون وارا بيت لکي هڪ واٽي ڏني، ان بعد ٻئي مضمون وارا بيت آندل آهن.

**آخوند محمد عالم**: آخوند محمد عالم پنهور 1800ع ۾ خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيو. جوانيءَ جي عالم ۾ مجازي عشق ۾ ڦاسي پيو ۽ اوچتو پنهنجي محبوب جي مري وڃڻ کان پوءِ ان جي فراق ۾ ڪافيون ٺاهي ڳائيندو وتندو هو. ان وقت سنڌس پاڙيسري بزرگ ميرزا مراد علي بيگ سائل (مرثيا گوئي ۾ سيد ثابت علي شاهه جي شاگرد) کيس نصيحت ڪئي ته هن مجازي عشق کي ڇڏي دل ۾ حقيقي عشق پيدا ڪر. آخوند صاحب تي ان نصيحت جو گهرو اثر پيو پاڻ سڀ لکيل ڪافيون ڦاڙي ضايع ڪري مرثيا لکڻ شروع ڪيائين. سنڌس ڪلام ۾ مرثيا، سلام ۽ نوحا شامل آهن انهن کان سواءِ هڪ فارسي مثنوي "شاهنامه" ڪربلا جي جنگ تي لکيل اٿس. آخوند صاحب 1870ع ۾ وفات ڪئي. آخوند محمد عالم جا مرثيا اڄ به محرم جي ڏهاڙن ۾ پڙهيا وڃن ٿا. آخوند صاحب مرثيا گوئيءَ کانسواءِ مرثيا خوانيءَ ۾ به ميرزا مراد علي بيگ جو شاگرد هو ميرزا صاحب، خيرپور جي ميرن جي امام بارگاهن ۾ مرثيا خواني ڪندو هو جنهن ۾ پاڻ سان پنهنجي پٽ ميرزا فتح علي بيگ کي ويهاريندو هو ليڪن آخوند صاحب جي حقيقي عشق کي ڏسندي ان کي به پاڻ سان مرثيا خوانيءَ ۾ ويهاريائين. اهڙيءَ طرح آخوند صاحب مرثيا گوئي توڙي مرثيا خوانيءَ ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪيو.

**آخوند محمد قاسم هالائي**: محمد قاسم آخوند سنڌي ٻوليءَ جو اهم شاعر ٿي گذريو آهي. هو 23 سيپٽمبر 1818ع تي ڄائو ۽ 14 اپريل 1891ع تي پراڻا هالا ۾ وفات ڪيائين. هو خليفي گل محمد جو سائي هو هن ڪجهه وقت لاءِ ميرن جي سرڪار جي نوڪري به ڪئي. هن جي شاعريءَ جو ڪتاب "ديوان قاسم" مرزا اسد بيگ "اسد" ڇپرايو. جنهن تي مرزا اجمل بيگ جو مهاڳ لکيل آهي. هو انهن سنڌي شاعرن مان هڪ آهي. جن پهريان رباعي لکڻ شروع ڪئي. آخوند محمد قاسم آخوند فارسي ۽ عربي ٻولين جو عالم هو هن "سنڌي ادب جي تاريخ" به لکي. هن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترا بيت ۽ ڪافيون به لکيون.



آخوند صاحب کي علم عروض جي وڏي ڄاڻ هئي. باڪمال شاعر هئڻ سان گڏوگڏ پاڻ وڏو عالم به هو درس تدريس جو ملڪو ته کيس ورثي ۾ مليو هو سنڌس همعصر صحبتين ۾: آخوند گل محمد "گل" هالائي، سيد فاضل شاهه فاضل، مير حسن علي خان ٽالپر وغيره هئا.

آخوند صاحب 75 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ حيدرآباد جي ٽڪين مقام ۾ دفن ٿيل آهي.

**آخوند نور محمد ڀٽي**: شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو استاد. آخوند نور محمد ڀٽي پنهنجي دؤر جو پرهيزگار معلم ٿي گذريو آهي. آخوند نور محمد ڀٽي سنڌ جي هن ڀٽائي صاحب جي ننڍپڻ ۾ کيس قرآن شريف جي تعليم

ڏني، ميون نور محمد پٽي، گنبت جي ڏيرن واري راڄ ويجهو ”والشين“ جو ويٺل هو ۽ شاهه حبيب جو محبتي ۽ معتقد هو. شاهه حبيب پنهنجي فرزند شاهه عبداللطيف جي تعليم لاءِ کيس گهرائي پاڻ وٽ رهايو هو. هن شفيق استاد پنهنجي سعادتمند شاگرد کي مکتبي تعليم پوري ڪرائي. ان بعد سنڌس وڏيڪ تعليم جو سلسلو جاري نه رهيو، پر ميون نور محمد، شاهه حبيب وٽ پيو ايندو هو. شاهه عبداللطيف جڏهن پٽ کي وسايو تڏهن پنهنجي استاد ميون نور محمد کي سڏائي کيس سنڌس اوطاق ليکي ڏنائين ۽ پٽ تي پاڻ وٽ رهايائين. آخوند نور محمد پٽيءَ جي ولادت ۽ وفات جي تاريخن بابت تاريخ ۾ ڪي واضح شاهديون ڪو نه مليون آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لکت موجب: پٽ تي آخوند صاحب جي اوطاق جا نشان 1954ع تائين موجود هئا. پر انهيءَ سال درگاهه ڏانهن ايندڙ ويندڙ رستي کي سرڪار طرفان ڪشادي ڪرڻ وقت اها ’ميين جي اوطاق‘ ڊهرائي وئي. ’ميين جي اوطاق‘ ۾ هڪ ’ڏِکي‘ ٺهيل هئي، جيڪا ’چُن‘ سان لتل هئي. شايد شاهه صاحب جڏهن پنهنجي استاد وٽ ايندو هو ته ان ڏِکيءَ تي ويهندو هو. آخوند نور محمد جي پٽ، ميين ولي محمد جي پڻ پٽائي صاحب وٽ وڏي عزت هئي. ايتري قدر جو وفات بعد ميين ولي محمد ئي شاهه صاحب کي غسل ڏياريو ۽ جنازي نماز پڙهائي هئي.

**آخوند هدايت الله ’پريم‘، ڊاڪٽر**: هدايت پريم جي قلمي نالي سان لکندڙ هن اديب ۽ استاد جو پورو نالو ڊاڪٽر هدايت الله آخوند آهي. 24 مارچ 1946ع تي تعلقي اوباوڙي، ضلعي سکر ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم روهڙيءَ مان حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم اسلاميه ڪاليج سکر مان ۽ ايم اي سنڌي، سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1973ع ۾ ڪيائين. هن جا ٽي ڪتاب: ’سنڌي ٻوليءَ جا محقق‘ (ٻه ڇاپا، ٻيو ڇاپو وفايل سنڌاريل 2007ع) ’ڪر جي ٻولي‘ (پروفيسر ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ لکيل ڪتاب: 1995ع)، ۽ ’ڪراچي ٻولي‘ (1996ع) شايع ٿي چڪا آهن. ان کان سواءِ هدايت صاحب اٽڪل 80 کن مقالا



پڻ لکيا آهن، جن جو موضوع گهڻو ڪري لسانيات، سوانحيات ۽ ادب آهي. هن صاحب 16 ڪهاڻيون پڻ لکيون آهن جيڪي مختلف رسالن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. هن جو هڪ ناول ”زلزلو“ 2006ع ۾ پڻ ڇپجي چڪو آهي. هدايت آخوند، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 1979ع ڌاري ليڪچرر طور مقرر ٿيو. 1986ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو. 1987ع ۾ لنڊن جي اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو جتان 1989ع ڌاري لسانيات ۾ ڊپلوما ڪري وطن واپس آيو. 1995ع ۾ ”سنڌي ٻوليءَ جو تاريخي پسمنظر“ جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي، پروفيسر علي نواز جتوئيءَ جي رهبريءَ ۾ پي ايڇ ڊي ڪيائين. کيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 1997ع ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ترقي ڏني وئي. هدايت آخوند 2000ع ۾ سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ جو چيئرمين ٿيو ۽ ساڳئي سال شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ قائم سنڌيل چيئر جي بورڊ آف گورنرس جو ٽن سالن لاءِ ميمبر پڻ مقرر ٿيو. پاڻ سنڌي ادبي سنگت سان به لاڳاپيل رهيو آهي. 2006ع ۾ رٽائر ڪيائين. هو 2000ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ڄامشوري جو سيڪريٽري پڻ چونڊيو ويو. ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان هن ڪيترائي علمي ۽ ادبي پروگرام ڪرايا. هائر ايجوڪيشن ڪميشن پاران تحريڪار پروفيسر طور سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تحقيقي پراجيڪٽ تي 2007 کان 2009 تائين ڪم ڪيائين. پاڻ هن وقت ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

**آخوند هدايت الله ”مشتاق“ هالائي**: آخوند هدايت الله ولد عبدالله ميمڻ 1286هه/ 1869ع ۾ هالا تعلقي جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. سنڌس وڏا ڪورڪي ڪم ڪرڻ سان گڏوگڏ ديني درس به ڏيندا هئا. پاڻ سٺو شاعر هو. ان سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم به ڪندو هو. اڪر تمام سهڻا هئس. ان ڪري ڪتابت پاڻ ڪندو هو. 1894ع ۾ سنڌس لکيل ڪتاب ”هدايت الانشاء“ ڇپيو. جيڪو خطن تي مشتمل هو. 66 سالن جي ڄمار ۾ 21 جون 1935ع پهرين ربيع الثاني 1354هه تي وفات ڪيائين.

**آداب عالمگيري** (ڪتاب): آداب عالمگيري، اورنگزيب جي خطن تي مشتمل ڪتاب آهي. اهي خط ٺٽي جي منشي ابوالفتح قابل خان ترتيب ڏنا. جيڪي اورنگزيب مختلف وقتن تي لکيا هئا. هنن مان ڪجهه خطن مان سترهين صديءَ جي آخري اڌ ۾ سنڌ ۾ پکڙيل بيچينيءَ ۽ ابتر صورتحال جي خبر پوي ٿي. اهي خط چوڌري عبدالغفور مرتب ڪري ٻن جلدن ۾، 1971ع ۾، ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان، لاهور پاران ڇپايا. انهن مان ڪجهه خطن جو اردو ترجمو به ٿيو آهي.

**آدرش رنگ** (ڪتاب): ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جي شاعريءَ جو هيءُ ڪرائون سائيز ڪتاب، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد پاران 1985ع ۾ ڇپيل آهي. هن 97 صفحن جي قيمت 8 روپيا رکيل آهي. ڪتاب جو ناشر گلشير بلوچ آهي ۽ ڪتاب تي ’ٻه لفظ‘ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جا لکيل آهن. ڪتاب ۾ وائي رنگ، نظم رنگ، بالڪ رنگ، لوڪ رنگ ۽ غزل رنگ عنوان سان صنفون ڏنل آهن.

**آدرشي ناري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٽانڪرام ڌرمداس ميرچندائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ آدرشي آريه ناريءَ جا ڳڻ بيان ڪيل آهن. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيه منڊل طرفان، نئشنل پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان 1926ع ۾ ڇپيو.

**آدرشي ناريون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ارجنداس بي. ٿاروائي ”ڦنا“ جو لکيل آهي ۽ اخلاقي ساهتيه منڊل، بمبئيءَ پاران 1974ع ۾ شايع ڪيو ويو. 143 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت اڍائي روپيا آهي. ليکڪ هن ڪتاب ۾ سنڌ ۽ هند جي 36 آدرشي عورتن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مذهب، اخلاق، بهادريءَ، سياست، وطن دوستيءَ ۽ سماجي خدمتن ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي. انهن عورتن ۾ جتي ڪلاسيڪي ڪردارن سيتا ۽ مارئيءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي، اتي مهاتما گانڌيءَ جي گهرواريءَ ڪستور بائيءَ سان گڏ سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر جيٺي سپاهيملائيءَ جو به ذڪر آهي.

**آدم جي چوٽي** (Adam's Peak): آدم جي چوٽي سريلنڪا ۾ هڪ جبل جي چوٽيءَ جو نالو آهي. اها ڪولمبو کان پنجيتاليهه ميل ڏکڻ اوڀر ۾ موجود آهي. انهيءَ چوٽيءَ جي بلندي 7360 فوٽ آهي. ان چوٽيءَ تي 24x74 فوٽ هموار پونو آهي. هن چوٽيءَ تي هڪ هموار ٽڪرو آهي. جنهن تي 5.4 فوٽ ڊگهو ۽ 2.6 فوٽ ويڪرو هڪ انساني پير جو نشان موجود آهي. جنهن بابت مسلمانن جو خيال آهي ته اهو پير جو نشان حضرت آدم عليه السلام جو آهي ۽ اهو به چون ٿا ته زمين تي حضرت آدم جو اهو پهريون قدم آهي. جڏهن ته ٻڌ ڌرم وارن جو چوڻ آهي ته اهو نشان گوتم ٻڌ جي پير جو آهي. هندن جي چوڻ



موجب اهو ٿبواجيءَ جي پير جو نشان آهي. مسلمانن جو چوڻ آهي ته حضرت آدم کي جنت مان نيڪالي ملڻ بعد اتي، هتڏ تي لاٿو ويو هو. بهرحال هن وڏي زيارتگاهه ۾ ڪنهن تي به ڪا پابندي نه آهي.

**آدمجي، حاجي دائود:** حاجي دائود 30 جون 1880ع تي گجرات (ڀارت) ۾ ڄائو. سندس تعلق ميمڻ برادريءَ جي ٻاواڻي خاندان سان آهي. سندس والد جو نالو حاجي دائود ۽ والده جو نالو حنيفه ٻائي هو. سندس تعليم محدود هئي ۽ کيس پنهنجي ٿورهي گهٽتائيءَ جو احساس هميشه رهيو، جنهن جي ازالي لاءِ هن بهترين تعليمي خدمتون سرانجام ڏنيون.



آدمجي 15 سالن جي عمر ۾ برما هليو ويو جتي هڪ فرم ۾ 25 روپيا ماهوار معاوضي تي ملازم ٿيو. 18 سالن جي عمر ۾ شاديءَ کان پوءِ پنهنجي والد جي ڪاروبار ۾ مدد ڪرڻ لڳو. 1899ع ۾ هن "حاجي دائود بيگ محمد" جي نالي پنهنجي ذاتي فرم کولي. 1912ع ۾ پنهنجي ڀاءُ عبدالستار جي تعاون سان ڪاروبار وڌايائين ۽ رنگون ۾ "اي. ايس. آدمجي اينڊ ڪمپنيءَ" جي نالي سان هڪ نئين ڪمپني کوليائين. 1933ع ۾ "ميمڻ ايجوڪيشنل اينڊ ويلفيئر سوسائٽي" قائم ڪيائين.

تحريڪ پاڪستان جي حوالي سان سر آدمجيءَ کي وساري نٿو سگهجي. مسلمانن جي مالي مدد ۾ پيش پيش هئي، واتگر وهايائين. 1946ع ۾ جڏهن مسلم ليگ اعلان ڪيو ته مسلمان پنهنجا سرڪاري خطاب واپس ڪن ته سر آدمجيءَ به پنهنجو "سَر" جو خطاب انگريز سرڪار کي واپس ڪري ڇڏيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آدمجي لڏي ڪراچيءَ آيو ۽ اچڻ سان ئي "ڏمي ٻائي گرلز اسڪول" جي عمارت ٽن لکن روپين ۾ خريد ڪري، "ميمڻ ايجوڪيشنل اينڊ ويلفيئر سوسائٽيءَ" کي بورڊنگ هائوس لاءِ وقف ڪيائين. پوءِ "مسلم ڪمرشل بئنڪ" قائم ڪيائين. "آدمجي سائنس ڪاليج" به سندس ڪوشش جو نتيجو آهي. 27 جنوري 1948ع تي وفات ڪري ويو. ڪراچيءَ ۾ مدفون آهي.

**آدم خان پنهور:** آدم خان پنهور، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ڳوٺ ۾ 1908ع ۾ ڄائو هو. پنهور قبيلي جو سردار ۽ پڳ ڌڻي هو. آدم خان جي ڏاڏي ملا حامد، جيڪب آباد جي اندرئين علائقي ۾ ٿوري زمين خريد ڪئي ۽ سمورو قبيلو لڏي جيڪب آباد اچي ويٺو. تحريڪ پاڪستان ۾ سرجوشيءَ سان حصو ورتائين. 1946ع جي چونڊن ۾ مسلم ليگ کي جيڪب آباد مان ڪتراڻ ۾ هن جو وڏو هٿ هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مسلم ليگ ضلعي جيڪب آباد جو نائب صدر چونڊيو ويو. ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو به ميمبر ٿيو. مقامي جرڳي جو صدر هو. جيڪب آباد ۾ هڪ مسافرخانو ٺهرايائين. هر قومي فنڊ ۾ پنهنجي حال موجب حصو ڏيندو هو. کيس شڪار ۽ گهوڙي سواريءَ جو گهڻو شوق هو. 1958ع ۾ وفات ڪيائين.

**آدم خان رند:** تحريڪ پاڪستان جو هڪ سرگرم ڪارڪن. ضلعي جيڪب آباد جي ڳوٺ جعفرآباد ۾ 1908ع ۾ ڄائو. سندس نسبي سلسلو "مير گگهي رند" سان ملي ٿو جيڪو شهنشاهه همايون سان گڏ دهليءَ ويو هو. آدم خان جو ڏاڏو جعفرخان رند انگريزي فوج ۾ رسالدار (هڪ سئو سپاهين جو آفيسر) هو. کيس قابل قدر خدمتن سرانجام ڏيڻ تي انگريزن جاگير عطا ڪئي جيڪا جيڪب آباد، آباد ٿيڻ کان پوءِ 'جعفرآباد' جي نالي سان ڳوٺ طور مشهور ٿي.

آدم خان جو وڏو ڀاءُ خان بهادر سعيد خان به ڪنڌڪوٽ جو وڏو جاگيردار ۽ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ هو. آدم خان رند، تحريڪ پاڪستان ۾ مسلم ليگ جو ساٿ ڏنو ۽ ڀرپور حصو ورتائين. 1946ع جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو هو جنهن جي اثر سبب ڪانگريس کي ڪنڌڪوٽ ۾ پيڪرڻ جو موقعو نه مليو. 1968ع ۾ وفات ڪيائين.

**آدم خان مري:** ٽنڊي آدم شهر جو باني رئيس آدم خان مري هو جنهن 1211هه/ 1766ع ۾ وفات ڪئي. آدم خان مري اصل "ڪيري" شهر پرسان منشار فقير راڄڙ جي ڳوٺ ڪاٽي راڄڙ وٽ رهندڙ هو. آدم خان جو والد قائم خان مري ۽ ڏاڏو بهار خان مري به اتي ئي سندن آبائي قبرستان ۾ دفن آهن. آدم خان جي وفات بابت روايت آهي ته کيس پنهنجي ذات وارن، ڳوٺ شاهه بيگ مريءَ وٽ شهيد ڪري ڇڏيو، ڇو ته آدم خان، بهادر، خوددار ۽ سخي مرد هو ۽ وقت جي حاڪمن ۽ راڄن ۾ سندس عزت هئي. جيڪا ڳالهه سندس ذات وارن کان برداشت نه ٿي ٿي.

آدم خان بي اولاد گذاري ويو. ان ڪري رئيس قائم خان جي چاچي ڪمال خان کي پڳ ٻڌائي وئي. ڪمال خان جو اولاد ٽنڊي مستيءَ خان ۽ ٽنڊي آدم ۾ موجود آهي.

**آدم خان مريءَ جو مقبرو:** ٽنڊي آدم جي باني آدم خان مريءَ جو مقبرو 1211هه ۾ ٺهيو ۽ ڪيري کان اٽڪل پنج ميل ڏکڻ طرف ڳوٺ ڪاٽي راڄڙ ڏانهن ويندڙ رستي تي آهي. قبي جي اندران ٺوڙي پاهران بهترين چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي جوڪاري ڪم سبب پاڙون ڪاچي ويون آهن. اندران ڪلمه طيبه ۽ قرآني آيتون سهڻي نموني لکيل آهن. چٽسالي ڪندڙ حاجي محمود نقاش هو جيڪو هالا ڪندي جو ويٺل هو. قبي جي اندر اولاهين پاسي ڪم جي نگراني ڪندڙ حافظ عبدالشڪور جو نالو لکيل آهي. دروازي تي ڪاشيءَ جي سرن جو ڪتبو لڳل آهي. جنهن تي سن 1211هه لکيل آهي. قبي جي اندر به قبرون آهن. قبي جي مٿان ۽ پاسن تي چن جو پلستر ٿيل هو. جيڪو هن وقت سڄو لهي چڪو آهي.



**آدم خور** (cannibal): اهڙا جانور ۽ ماڻهو جيڪي ڪچو گوشت (خاص ڪري انسان جو) کائين انهن کي آدم خور چوندا آهن. جيڪڏهن دنيا جي تاريخ تي نظر ڦيرائجي ته انسان کي هر زماني ۾ آدم خور قومن جو وجود نظر ايندو. آدم خور انسان قبيلن جي صورت ۾ دنيا جي هر ڪنڊ ۾ نظر اچن ٿا.



خاص ڪري اوڀهه ۽ وچ آفريڪا، نيو گني ۽ ڏکڻ آفريڪا جي ڪن حصن ۾ اڃا تائين آدم خور قبيلا آباد آهن ان کان سواءِ انڊونيشيا ۽ آسٽريليا جي ڪن ٻيٽن ۾ پڻ آدم خور موجود آهن جن کي ڳانڍاپو جيئرو جي ثو انساني معاشري ۾ آدم خوريءَ جي رواج بابت عمرانيات ۽ علم الانسان جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هڪ ته بربريت واري دور کان مذهبي رسمن ۽ رواجن جي ادائگيءَ جي موقعن تي انساني گوشت کائڻو ويندو هو پيو ته حيواني گوشت جي ڪميءَ ۽ ڏڪار جهڙين حالتن ۾ به انسان آدم خور ٿي پيو اينئن به چيو ويو آهي ته انسان جو رت مٺو ۽ گوشت لذيذ ۽ طاقتور هوندو آهي. تهنڪري انسان ۾ اتهيءَ جيڪي پڻ آدم خوريءَ جو اضافو ڪيو. مذهبي ديوانگي پڻ آدم خوريءَ جو اهم سبب آهي. ميڪسيڪو، فجي ۽ هندستان ۾ آباد ڪجهه قبيلا اڃا تائين انسان کي ديوتائن جي آڏو قربان ڪري اهو گوشت پاڻ کائيندا آهن. آسٽريليا جي ڪن علائقن ۾ مردن کي دفنائڻ بدران ان جا مٽ مائٽ مردي جو گوشت کائي ڇڏيندا آهن. بحري جهازن جي غرق ٿيڻ کان پوءِ ڪيترا بچيل مسافر بک جي پوراڻيءَ لاءِ هڪ ٻئي جو گوشت کائيندا آهن. اهڙو ئي هڪ دردناڪ حادثو 1846ع ۾ آمريڪا جي رياست ڪيليفورنيا مان لنگهندڙ "ڊونر پارٽيءَ" سان پيش آيو ڊونر پارٽيءَ کي آڪٽوبر جي مهيني ۾ هڪ خطرناڪ برفاني طوفان گهيرو ڪري ڇڏيو انهي حادثي مان جيڪي بچي ويا، سي بک کان هڪ ٻئي جو گوشت کائڻ لڳا. ڊونر پارٽي جا اڌ کان وڌيڪ مسافر نيم وحشي حالت ۾ ڪيليفورنيا پهتا.

**آدم ڏر**: هڪ قديم غار آهي جيڪا ڌاتو پاهڻي دور سان تعلق رکي ٿي. هي ماڳ رني ڪوٽ جي موهن گيٽ کان اوڀهه اوتر ۾ اٽڪل 8 ڪلو ميٽر پري ڏاڪري جابلو سلسلي ۾ آهي. هيءَ هڪ قدرتي غار آهي. جنهن جي منهن تي آمريءَ دؤر جو ٺڪراٺو موجود آهي. جيتوڻيڪ هتان ڪوبه پٿري چاقو ڪونه مليو آهي. پر اتي ئي گورٻندي جبل ۾ تاريخ کان اڳ جو هڪ گيرٻند مليو آهي. جنهن کي مقامي ماڻهو 'گورٻندي' چون ٿا. ان گورٻنديءَ وٽان پٿر جو چاقو مليو آهي. گورٻندي ۽ آدم ڏر جي وچ ۾ ٽن ڪلوميٽرن جو فاصلو آهي. هي غار هن وقت ڪنهن به ڪم جي نه آهي. سواءِ ان جي ته اوچتي برسات ۽ لس کان ڇپر ڇانءَ مهيا ڪري ٿي. ماڳ جي نالي بابت چون ٿا ته هتي آدم نالي هڪ ڌوهاري ماڻهو اچي لڪو هو.

**آدم شاهه جو مقبرو**: ڪلهوڙا دور جو هي مقبرو، آدم شاهه جي ٽڪري ۽ تعلقي ضلعي سکر ۾ واقع آهي. آدم شاهه ڪلهوڙو، ڪلهوڙن جي سياسي زندگيءَ جو وڏو معتبر نالو آهي. جيڪو ڪافي عرصو مغلن وٽ قيد رهيو ۽ کيس شهيد ڪيو ويو سندس مڙهه ملتان مان آڻي هن ٽڪريءَ تي دفنايو ويو جنهن کي بعد ۾ آدم شاهه جي ٽڪري ڪري سڏيو ويو. مقبرو چوڪنڊو آهي. ٻاهران سندس ماپ 29.8 x 29.8 فوٽ آهي، ۽ اوچائي 42.6 فوٽ آهي. مقبرو



ڏکڻ منهن آهي دروازي جي ماپ 8.5 فوٽ آهي ڪلهوڙا دور جي هيءَ اڏاوت ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ٺهرايل آهي. ملتان جي نواب محمد آقا، ميان صاحب کي 1598ع ۾ شهيد ڪرايو انگريزن طرفان 1890ع کان 1914ع تائين هن زيارتگاهه تي بندش پيل هئي. هن مقبري جي وقت به وقت مرمت ٿيندي اچي ٿي مقبري ۾ اندر ٽي قبرون پيون به آهن. آدم شاهه جي قبر جي اڀرندي طرف اڪرم شاهه جي قبر آهي. چون ٿا ته اڪرم شاهه آدم شاهه جو پاڻ هو ٻي قبر تي ڪتبو چام فيروز ٽالپور جي نالي جو لڳل آهي. جنهن تي وفات تاريخ 1214ھ مطابق 1799ع لکيل آهي. ٽين قبر شهباز خان "گل انداز" جي آهي جيڪو اصل حيدرآباد جو وينل هو هتي آدم شاهه سان گڏ شهيد زنده بن مستي جوڙي جي قبر موجود آهي.

**آدم شاهه جي ٽڪري**: هيءَ ٽڪري سکر وارين ٽڪرين مان هڪ مشهور ٽڪري آهي. جيڪا ڪلهوڙن جي ٻهرئين حاڪم ميان آدم شاهه جي نالي پنيان سڏجي ٿي. هيءَ ٽڪري سکر شهر جي اتر الهندي پاسي آهي ۽ ان تي ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جي مزار آهي. جنهن سببان "آدم شاهه جي ٽڪريءَ" جي نالي سان مشهور آهي.

**آدم شاهه ڪلهوڙو**: ميان آدم شاهه، سنڌ ۾ ڪلهوڙن جو اڳواڻ هو هو ميران محمد جونپوريءَ جي طريقت جو پوئلڳ هو هن سنڌ ۾ "مهدوي فڪر" کي زور ورتايو ۽ پنهنجن مريدن جو حلقو وڌايائين. ميان آدم شاهه "چانڊڪا" (لاڙڪاڻي) جي "هڻڙي" ڳوٺ ۾ پنهنجو مرڪز قائم ڪيو جتي اهڙي قبيلي جي سردار "ڪيڙ" کيس زمينون نذراني ۾ ڏنيون ڪيڙ، ميان جو خاص مريد هو اڪبر بادشاهه جو سپه سالار عبدالرحيم خان خانان، جڏهن سنڌ کي فتح ڪرڻ آيو ته ميان صاحب جي بزرگيءَ جي واڪاڻ ٻڌائين ۽ ميان صاحب جي لنگر جي خرچ لاءِ "چانڊڪا" جو پرڳڻو کيس جاگير ۾ ڏنائين اهڙيءَ طرح ميان آدم شاهه جي جماعت ۽ مريد طاقت وٺندا رهيا ۽ آسپاس جي زميندارن ۽ جاگيردارن خلاف جدوجهد ڪندا زمينون هٿ ڪندا رهيا. ميان جو حڪم هو ته فقط ڏنڊا هڻو تير يا تلوار استعمال نه ڪريو اهوئي سبب آهي. جو ڏنڊو ميان جو خاص نشان بڻجي ويو اڄ به سندس مقبري تي ڏنڊا رکيل آهن. اڪبري دربار ۾ سندس خلاف زميندارن ۽ منگهرن ماڻهن طرفان شڪايتون پهچايون ويون ۽ ملتان جي حاڪم اهڙين ئي انداز شڪايتن جو بهانو بنائي ميان آدم شاهه کي گرفتار ڪرائي ملتان ۾ قيد ڪيو ۽ بعد ۾ کيس 1600ع ۾ شهيد ڪرائي ڇڏيو.

**آدمشماري**: ماڻهن جي ڳڻپ. (ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهن جي سرڪاري طور ڳڻپ (جيڪا هر ڏهين سال ٿيندي آهي). پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1951ع، 1961ع، 1972ع ۽ 1981ع ۾ آدمشماري ٿي، انهيءَ کان پوءِ حڪومت طرفان 1991ع ۾ آدمشماري ڪرائي وئي. پر ان جي نتيجن کي تسليم نه ڪيو ويو جنهنڪري عام ماڻهن ۾ بيچيني پيدا ٿيڻ لازمي امر هو. چو ته صوبن جي ضرورتن، ترقياتي ڪمن، ملازمتن، روزگار وغيره جو دارومدار آدمشماريءَ جي انگن اکرن تي ئي هوندو آهي. آدمشماريءَ جي عمل کي لاڳيتو پوئتي هٽائڻ تي ڪافي احتجاج کان پوءِ آخر مارچ 1998ع ۾ آدمشماري ٿي.



پاڪستان قائم ٿيڻ وقت سنڌ صوبي جي آبادي 70 لکن ڌارين هئي. جيڪا 1981ع جي آدمشماريءَ موجب وڌي هڪ ڪروڙ 90 لکن تائين پهچي ويئي. 1998ع ۾ سيني ضلعن جي رپورٽن مطابق سنڌ صوبي جي آدمشماري ٽن ڪروڙن کان مٿي ٿي چڪي. جڏهن ته پاڪستان جي آبادي ميڊيا جي انگن اکرن موجب 17 ڪروڙ کان به وڌي وئي آهي. هن وقت سرڪار طرفان سال 2009ع ۾ آدمشماري لاءِ تياريون ڪيون پيون وڃن.

**آدم عليہ السلام:** اسلامي عقيدي موجب پهريون انسان، جنهن مان پوري انسان ذات وڌي ۽ ويجهي دنيا جا ڪروڙين انسان ان جو اولاد آهن. قرآن شريف ۾ 13 جاين تي آدم عليہ السلام جو ذڪر آيو آهي. الله تعاليٰ کيس زمين تي پنهنجو خليفو بنايو ۽ سيني فرشتن کي ان جي سامهون جهڪڻ جو حڪم ڏنو. چو ته کيس هر شيءِ جو نالو سيکاريو ويو هو يعني کيس "علم اسماء" عطا ٿيو هو منع ڪيل وڻ جو ميوو کائڻ سبب حضرت آدم ۽ ان جي زال بيبي حوا کي زمين تي لاٿو ويو، زمين جي جسماني زندگي گذارڻ، آدم جي نسل لاءِ امتحان هو ڪين حڪم هو ته جيڪڏهن خدا جي عبادت ۽ حڪمن جي پابندي ڪندا ته قيامت جي ڏينهن وڏي ۽ دائمي جزا (جنت) حاصل ڪندا، ۽ جيڪڏهن ڪفر ۽ نافرماني ڪندا ته ان جي سزا دوزخ ٿيندي. حضرت آدم کي عام طور پهريون نبي مڃيو ويو آهي. جڏهن ته شريعت خداونديءَ جي شروعات حضرت نوح عليہ السلام کان ڪئي وئي آهي. يهودي ۽ نصارا به آدم عليہ السلام کي سيني انسانن جو پيءُ مڃين ٿا. بائيبل ۾ آدم جي ڪهاڻي، پيدائش کان وٺي عدن جي باغ مان بيبي حوا سميت نڪرڻ تائين بيان ڪيل آهي. سينٽ پال (St. Paul) جي چوڻ مطابق آدم عليہ السلام، انسان جي زميني حيثيت جو مظهر هو آدم عليہ السلام جي ڪهاڻيءَ جو لاڳاپو بائيبل جي قصن ڪهاڻين جي تخليق سان ڪيو وڃي ٿو.

عام مذهبي روايتن مطابق، حضرت آدم ۽ بيبي حوا کي بهشت مان نڪرڻ ۾ "نانگ" جو وڏو هٿ هو جنهن جي ورغلائڻ تي منع ٿيل وڻ جو ميوو کائڻ بعد بهشت مان ڪڍيو ويو. سنڌ ۾ عام روايت آهي ته حضرت آدم، سنڌ جي ڪيچ واري حصي ۾ لٿو جتي "حضرت آدم جي بني" اڄ تائين مشهور آهي ۽ ان جي ۾ احترام طور هر ڏيڻ جي منع آهي. بني 40 کن گوٺن تي مشتمل علائقو آهي ۽ اتي وڏا چراگاهه آهن هي علائقو هن وقت پارت (ڪيچ) ۾ آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته سرانديپ (سري لنڪا) آدم جي لهڻ جو مقام هو (ڏسو: "آدم جي چوٽي")

**آدم هنگورجو:** ميان آدم هنگورجو جاتي تعلقي جو وينل هو سنڌس والد هاري هو جيڪو پنهنجي پٽ کي تعليم نه ڏياري سگهيو ميان آدم فقط ٽي درجا سنڌي ۽ ناظره قرآن مجيد تائين پڙهي سگهيو پر سنڌس ڪلام تي نظر ٿي وجهجي ته سنڌس ڪلام اعليٰ ۽ پختو نظر اچي ٿو هو پهراڙيءَ جو رهاڪو هو پر سنڌس ڪلام ۾ پختگي رواني ۽ مٺاج آهي سنڌس ڪلام ۾ رسالت جي ذڪر سان گڏ زماني جي لاهين چاڙهين بابت ناصحانہ ڪلام شامل آهي. سنڌس ڪلام تي لاڙ جي شاعر مولوي احمد ملاح جو ڪافي اثر آهي.

سنڌس ڪلام لاڙ جي ماڻهن ۾ گهڻو مقبول آهي. جيڪي گهڻو ڪري مولود چوندا ۽ پڙهندا آهن. سنڌس ڪلام سليس سادو، نصيحت آموز ۽ رندي خيالن جو اعليٰ نمونو آهي. پاڻ زميندارِي پيشي سان واسطي ۾ هئڻ جي باوجود ادبي تنظيمن سان تعلق ۾ رهندو هو هو مختلف ادبي سوسائٽي جاتيءَ، سجاول ادبي سوسائٽيءَ، ٺٽو هسٽاريڪل ۽ ڪلچرل سوسائٽيءَ، رهبر ادبي سوسائٽيءَ ۽ تنظيم فڪر ونظر سنڌ جو ميمبر هو 63 سالن جي عمر ۾ 1989ع ۾ وفات ڪيائين.

**آديسي:** هندو فقيرن جو هڪ خاص فرقو يا گروهه جيڪي "آديس گرو" ڪن. گروهه جو سلام ڪن ۽ حڪم مڃين عام معنيٰ ۾ "آديس" جوڳين ۽ ٻين فرقن جو سلام آهي.

عليم فقير مگريو جيڪو 1920ع ڌاري يا ان کان اڳ، هندستان کان ايندڙ جوڳين فقيرن سان گڏ سچا ٽي سال اوير سنڌ، جيسلمير ۽ جوڌپور طرف گڏ هليو هو. تنهن جي چوڻ مطابق "هي فقير ٽولن ۾، سياري ۾ ايندا هئا. صبح جو سوير اٿندا هئا ۽ هٿ منهن ڌوئي ماٺ ڪري ڌڻيءَ جي ڌيان ۾ ويهندا هئا. ماڻيون پچائي، گيهه ۽ کنڊ ۾ پوري، ڪٽي ڪري هڪ وقتو کاڌو ٻڌ ڪري کائيندا هئا. سڄو ڏينهن هل هلان ۾ هوندا هئا ۽ وڃڻ جي وقت سج لهي کان اڳ جتي به هوندا هئا، اتي (شهر ۽ ڳوٺ کان ٻاهر) منزل ڪري ويهي رهندا هئا، ۽ ڪجهه کائي پي سمهي رهندا هئا".

سنڌ ۾ جوهاڻ ذات جا مسلمان جوڳي فقير آهن. جيڪي لاڙ جي ٺٽي ۽ بدين ضلعن ۾ ۽ پڇ سيوهڻ طرف رهندا آهن. انهن مان محمد فقير، قادربخش فقير ۽ مٺو فقير مرلي وڄائڻ جا ملوڪ هئا. انهن مان پيا جيڪي نانگ ٻلائون جهليندا هئا. ٽن ۾ محمد هاشم مک هو مٺي فقير هن پوئين دور ۾ سنڌ جي جوڳين، ڪاپڙين ۽ سنياسين جي سڃاڻپ هن طرح ڪرائي:

"مسلمان جوڳي، ذات جوهاڻ، گيڙو ويس ڪن، الفي ڳچيءَ ۾ وجهن، ڪنن ۾ والا پائين، ڳاڙهو بصر ڪوڙ ڪائين، رات جو جاڳن، مرلي وڄائين، نانگ جهلين ۽ نانگن ٻلائن جا منتر ڪن"

صادق فقير صوفيءَ جي بيت جي هڪ سٽ آهي:

"آديسي اڄ مس سپان مرندو سهڪو".




**آديسي استاد (ڪتاب):** استاد بخاريءَ جي شخصيت ۽ فن تي لکيل هن اهم ڪتاب جو ليکڪ علي دوست عاجز آهي. رنگين ٽائيٽل پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 253 صفحا آهن. روشني پبليڪيشن ڪنڊياري طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2005 ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 250 رپيا ڄاڻايل آهي.

**آڏائون:** اڌ سال يعني چيٽ ۽ ڪتيءَ وارو، ٽيون فصل (آڏائين جو فصل مارچ، اپريل ۽ مئي مهينن ۾ ٿئي جنهن ۾ گدرا، گوار، جوار، هندوانا وغيره ٿين).

**آڏيءَ جو انصاف (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيل پهريون مذاقي ناٽڪ آهي. جنهن جو رچيندڙ ايڇ سي ٺلي وڪيل آهي هي ڪتاب 1942ع ۾ ڪي ايم ڪرپلاڻيءَ "سيڪريٽري، بورڊ سهائتا ڪميٽي" ڊي جي نئشنل ڪاليج حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو هن ڪتاب جو مهاڳ لکندي

نامور شاعر ۽ فنڪار پروفيسر رام پنجواڻيءَ لکيو آهي ته مسٽر ايچ سي. ٺلي هن قسم جو شعر لکي اسان اڳيان مثال پيش ڪيو آهي ۽ مذاق جو شعر شائستي ڍنگ ۾ لکي، سچو ناٽڪ انهيءَ طرز ۾ رچي هن سنڌي ساهتيہ جي عظيم سيوا ڪئي آهي. "آڏيءَ جو انصاف" سنڌي ساهتيہ ۾ پهريون مذاقي ناٽڪ آهي. هن ڪتاب لکڻ ۾ ليکڪ کي مرزا اصل بيگ پڻ ڪافي همتايو هو ۽ هي ڪتاب ڊي. جي نئشنل ڪاليج جي 1942 واري بوڙ سهائتا ڪميٽيءَ باران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن جا ميمبر پرنسپال ايچ ايس. پارواڻي پروفيسر بي. ملڪاڻي، مس ڪملا ڊي ڪرپلاڻي، مس سروج ڊي. هيرانندڻي خود ليکڪ ۽ ٻيا هئا ۽ ليکڪ بوڙ سهائتا ڪميٽيءَ کي اهو اختيار ڏنو هو ته هن ڪتاب جي سڄي ڪمائي بوڙ سهائتا فنڊ ۾ ڏني وڃي. هي ناٽڪ اسٽيج ڪيو ويو ۽ ڏاڍو پسند ڪيو ويو. "آڏيءَ جو انصاف" ناٽڪ هڪ تصوراتي عدالت جو نقشو پيش ڪري ٿو. جنهن ۾ تمبڪٽو حڪومت جي حڪم سان هر ڪارروائي شاعريءَ ۾ هلائڻي آهي. ان ڪان سواءِ اها ڪارروائي آڌي رات جو عمل ۾ اچڻي آهي. جو ته شاعري ڪومل ٿڌي هئڻ سبب تيز ۽ تتل ڏينهن ۾ تند جو ڪارڻ بڻجي ٿي. هن ناٽڪ ۾ عدالت جو آنريبل جسٽس توائي سراپا آنريڪي شان ۽ پيڪيءَ سان عدالت ۾ گهڙي ٿو سندس هٿ ۾ مڇيءَ جو ڪنڊيدار لڪڻ آهي ۽ کيس گائون بدران شاندار آنريڪي غاليچو پهريل آهي. هيءَ مذاقي ناٽڪ اشتهار وٺي ڇاپيو ويو هو ۽ ڪرائون سائيز جي 76 صفحن تي ڇپيل هي ڪتاب بوڙ ساهتيہ ڪميٽيءَ باران پاپا پرنٽنگ ورڪس، تلڪ چاڙهي حيدرآباد جو ڇپيل آهي.

**آڏيءَ رات (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب محمد سومار شيخ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 76 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد مان. سال 1956ع ۾. شايع ڪيو.

**آڏي سون:** آڏي سون ۾ ٽي حصا سون هوندو آهي ۽ چوٿون حصو قيمت جو ملايل هوندو آهي. جيئن ته آڏي سون خالص نه هوندو آهي. ان ڪري اهو ايترو دل ڇڪائيندڙ نه هوندو آهي. اهڙن نقلي زيورن کي سونارا سون جو پاڻي چاڙهيندا آهن. پر اهو پاڻي ڪجهه وقت ڪانپوءِ لهي ويندو آهي ۽ آڏ ۽ سون جا زيور پڌرا ٿي پوندا آهن. جيڪي بد زيبا، غير پسنديده ۽ بي ملها هوندا آهن.

**آڏيگام:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهه. جنهن ۾ 9 ڳوٺ موجود آهن. هن ديهه يا ڳوٺ جي لاءِ چوڻي مشهور آهي ته: "ڪا ۾ آڏيگام، لا ۾ پارڪر". هن نالي سان ڳوٺ تعلقي ننگرپارڪر جي ديهه "آڏيگام" ۾ آباد آهي.

**آڏيلو:** پاڪستان ٺهڻ کان اڳ رواج ۾ هلندڙ اڌ پئسي جي ملهه وارو ٽامي جو سڪو آڏيلو سڏبو هو سڪن جي جدول هن طرح هئي:

هڪ رپئي ۾ 16 آنا
هڪ آني ۾ 4 پئسا
هڪ پئسي ۾ 2 آڏيلا

**آڏيو:** آڏيو معنيٰ رپئي جو اڌ. 60 واري ڏهاڪي کان اڳ اٺن آنن واري سڪي کي "آڏيو" سڏبو هو جيڪو سڪو هن وقت رائج نه آهي.

**آڏ اکر ڳجهارت (ڪتاب):** هي ڪتاب جشن لعل سومائيءَ لکيو آهي. جيڪو 1988ع ۾ ليکڪ خود ڇپائي، بمبئيءَ مان پڌرو ڪيو آهي. ليکڪ هفتيوار "هند واسي" ۾ وقت به وقت "آڏ اکر ڳجهارتون" شايع ڪرائيندو رهيو




جنهن کان خوش ٿي مهاراشٽر سرڪار ڦي ڳجهارت جي پڄاڻيءَ تي 1000 رپيا انعام مقرر ڪيو ۽ هر پيري جشن کان پنج سٺو ماڻهو هن آڏ اکري ڳجهارت جي مقابلي ۾ حصو وٺندا رهيا. ڪتاب جو ليکڪ مشهور وڪيل اصل لاڙڪاڻي جو جنم واسي ۽ ناميازي شاعر "نيوس" جو شاگرد رهيو آهي. ليکڪ هنن آڏ اکري ڳجهارتن ذريعي نئين ٽهيءَ ۾ وندر سکيا ۽ جيون ۾ چاهه پيدا ڪرڻ جا ڪامياب تجربا ڪيا آهن.

**آڏت / آڏاڻ جو دڙو:** هي ماڳ جي 190˚270˚ اتر ويڪرائي ڦاڪ ˚68 ˚01 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. باڊه شهر کان ڏکڻ اولهه هڪ ڪلوميٽر ضلعي لاڙڪاڻي ميهڙ- باڊه رستي تي آهي. هڙاپا دور جو هي ماڳ دڙي جي صورت ۾ آهي. مسٽر دڪشت 1925ع ۽ مسٽر مجمدار 28-1927ع ۾ کوٽائي ڪئي. هتان اڏاوتن جا نشان ڪونہ مليا آهن. ڪي وٿون مليون آهن. جيئن عقيق جا مڻڪا، ٺڪرائون ٺڪر تي ڪتي جي تصوير وغيره. هي ماڳ هڙاپا دور جو ليکجي ٿو. هي دڙو 20 فوٽ اوچو آهي. ٺڪر جتيل مليو آهي. ٽامي جي تار ۽ آر. ٺڪر جون چوڙيون ۽ ٺڪر جون مورتيون ملڻ ٿيون. تازي قبرستان جا نشان به آهن.

**آڏت جو دڙو:** بدين ضلعي ۾ هڪ دڙو. جيڪو تعلقي ٽنڊي باڳي ۾. ٽنڊي شهر کان 6 ميل اتر- اوڀر طرف واقع آهي. هي دڙو زمين کان 10 فوٽ ڪن مٿي آهي ۽ سنڌ جي آثار قديمه ۾ شمار ٿئي ٿو.

**آڏڻ:** دوکي سان ڦاندي (ڦاٽي) پکين کي شڪار ڪرڻ جو طريقو. جنهن ۾ ميربحر هشرادو ڦاندو يا آڏڻ ناهي. ڦاٽيءَ تي اهڙيءَ طرح سان بيهاري ڇڏيندا آهن جو آڙي پکي ۽ پڊڪون ٻنا ڪنهن دٻ جي انهيءَ هشرادو پکهلي وٽ گڏ ٿيندا آهن. ميربحر به ڪنهن ٻوڙي ۾ لڪي يا ڦاٽيءَ اندران تري پکين کي پڪڙي ڪاريءَ ۾ گڏ ڪندو ويندو آهي. عام طور تي ڪي شڪاري وري پنهنجي منهن تي پکهلي جي شڪل جهڙو نقاب چاڙهي ڇڏيندا آهن. مطلب ته ڦاندي پکي دوکي ۾ اچي اپڻ سمجهندا آهن ته اهو به ڪو پکي آهي. شڪاريءَ جي ڪاري پرجي وڃڻ کان پوءِ پکين جي في الحال جند ڇٽي پوندي آهي.

**آڏواڻي:** هندن جي هڪ خاندان جو نالو. ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" موجب انهيءَ نک وارا امرتسر ۽ ملتان ۾ به آهن ۽ اروڙ ونسي سڏجن ٿا. آڏواڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏومل ولد ڪلومل ولد جسومل ڳوٺ ملتان لڳ لوهپور جو ويٺل. ميان نور محمد ڪلهوڙي سان سنڌ ۾ آيو هو پهريون گهر پنجاب مان پرڻيو هو جنهن مان ٽي پٽ هئس چندو مل، ڏتومل ۽ لکومل اهي ٽئي پاڻ سان آندا هئائين. پهرين گهر واري گذاري وئس ته ٻيو گهر، ديهه نت تعلقي نوشهري فيروز مان. سيٺ آڏو مل جي گهران پرڻيو يعني سهرو ۽ ناني ٻنهي جو نالو آڏومل انهيءَ ٻئي گهر مان چار پٽ ڄاوس. بهارومل، سندر داس، وسايومل ۽ تارو مل. تارو مل ڄائي جو کان اڪين کان سڄو هو. جنهنڪري سڄي ڄمار ڪنوارو رهيو سڏبندو "تارو ڄٽي" هئس. سندس سمانڊ اڄ ڏاڻين ديوان بهادر هيرانند کيم سنگهه جي اڳوڻي آڏواڻي گهٽيءَ واري گهر ۾ آهي.

ديوان آڏومل ميان نور محمد ڪلهوڙي وٽ شمشيرزن هو پاڻ پڻ پٽن سميت مغلن جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو اهي ٻئي پٽ بي اولاد هئا ۽ ٽيون پٽ

نارومل عمر ۾ ڪنوارو رهيو. باقي چار پٽ اينئري قدر وڏيا ويجهيا. جو آڏوالين جا سوين گهر ٿي ويا. انهيءَ سبب آڏوالين جون جدا جدا شاخون به آهن.

**آڏواڻي، آنند ڪندن مل:** سنڌ جو مشهور ناٽڪ نگار، جيڪو 14 اپريل 1920ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هن جا سنڌي توڙي هندي ناٽڪ. اڇوت، نيچ ڪوهه وغيره مشهور آهن.

**آڏواڻي، ڀيرو مل مهرچند:** سنڌي ٻوليءَ جو مشهور اديب عالم، فاضل، ٻالي وارو تاريخدان، ناول نگار، ناٽڪ نگار ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، 1875ع ڌاري حيدرآباد سنڌ ۾ آڏواڻي خاندان ۾ ديوان مهرچند آتل مل جي گهر ۾ پيدا ٿيو. هن ثانوي تعليم حيدرآباد سنڌ جي مشهور اسڪول پولين اڪيڊميءَ ۾ ورتي. جتي هن ساڌو هيرانند شوقي رام آڏواڻي ۽ تاراچند آڏواڻيءَ کان بي تعليم وٺڻ سان گڏ شاهه جو ڪلام به پڙهيو. هن 20 سالن جي عمر ۾ سالٽ (لوڻ) ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ 25 رپين تي سرڪاري نوڪريءَ سان پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. ڀيرو مل کي ساڌو هيرانند لاءِ ڏاڍي عزت هئي. جنهن جي مضمونن ۽ ڏائرين جو ڪتاب "هيرن جون ڪڻيون"



عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيائين. جنهن ۾ هن هر مضمون کي هيري جي ڪڻيءَ سان ڀيٽي، ساڌو هيرانند کي سچو هيرو سڏيو آهي. ان کان سواءِ ننڍي عمر ۾ جنهن شخص ڀيرومل کي متاثر ڪيو. اهو ماستر مولچند چنوائي هو. جنهن منجهس راڳ، شاعريءَ ۽ ڪتابن لکڻ لاءِ چاهه پيدا ڪيو. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي هڪ طرف کيس مٽي ماڻهوءَ جي ڪري ويجها هئا ۽ ٻئي طرف ساڻن سندس ادبي دوستيءَ وارا لاڳاپا هئا. ڀيرو مل ايڪسائيز کاتي ۾ 28 سال نوڪري ڪئي. جنهن جو گهڻو حصو ماڙي پور لوڻ کاڻ (ڪراچي) ۾ گذاريائين. جتي سمنڊ ۽ خشڪيءَ رستي وڃي سگهبو هو. 1902ع ۾ سمنڊ ۾ اُٿل اچڻ سبب لوڻ کاڻ ٻڏي وئي. ان وقت ڪيترائي ڏينهن ڀيرومل کي جهنگ جي مرڙي تي گذران ڪرڻو پيو. نوڪر به ڪونه هو رستا به بند هئا. اهڙين ڏکين حالتن ۾ هڪ غزل لکيائين. هن کاتي ۾ ڪلارڪ مان ترقي ڪري انسپيڪٽر ٿيو. ان دوران هو سنڌ جي جدا جدا هنڌن بوبڪ، ڪوٽڙي ۽ ٻين علائقن ۾ رهيو ۽ ڏري گهٽ سڄي سنڌ جو سير سفر به ڪيائين.

1924ع تائين سنڌ ۾ سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پڙهي ويندي هئي. ساڳئي سال بي اي امتحان جي ڪورس ۾ سنڌي آزمائشي طور شروع ڪئي وئي هئي ۽ حيدرآباد واري ڪاليج ۾ بي اي ڪرائي ويندي هئي. سنڌيءَ ۾ تعليم جو سڄو دارومدار ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ هو 1924 واري پهرين ٽرم ۾ ڊاڪٽر ڊالرڊيوٽس جيڪو ايم. اي پاس ڪري آيو هو سو هڪ سئو رپين پگهار تي سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو پر ننڍ هو صاحب ڊاڪٽريٽ جي ڊگريءَ لاءِ انگلينڊ هليو ويو ۽ ان پوسٽ تي ڪم ڪرڻ لاءِ ڀيرومل کي آڇ ڪئي وئي. هن جي من جو لاڙو اڳئي علمي ادبي ميدان طرف هو ليڪچرار واري نئين نوڪريءَ واري پگهار جيتوڻيڪ ان وقت ايڪسائيز کاتي ۾ کيس ملندڙ پگهار کان گهٽ هئي. پوءِ به هن اها آڇ قبول ڪئي. نومبر 1924ع کان ڪراچيءَ جي ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو ياڻ لکي ٿو ته "هڪ سئو رپيا ماهوار پينشن وٺي ايڪسائيز کاتو ڇڏي آيس.

جو هيءَ ڪم منهنجي دل وٽان هو پي. اي جي شاگردن ۾ سنڌيءَ لاءِ چاهه وڌايم ته پوءِ ڪاليج جي سيني ڪلاسن ۾ سنڌي پيش ۽ پنهنجي پورهئي کي سجايو سمجهيم". هن سنڌي ٻوليءَ، سنڌ جي تاريخ، موهن جي دڙي، سنڌي هندن جي تاريخ سان گڏ ناٽڪ، ناول، ٻاراڻو ادب، خاص ڪري ٻاراڻي شاعري وغيره تي پنجاهه کان وڌيڪ ڪتاب لکيائين. ٻاڻ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ٿڻن ٿنڀن مان هڪ آهي. جن ۾ پرمانند ميوارام، جيٺمل پرسرام ۽ مرزا قليچ بيگ اچي وڃن ٿا. ڀيرومل سنڌي گرامر جي اصولن ۽ قاعدن تي "وڏو سنڌي وياڪرڻ" (1925). ڀهاڪن ۽ اصلاحن تي "گلقند" (1928). (ٻه ڀاڱا) ڪتاب لکڻ کان سواءِ شاهه لطيف جي ٽن شرڻ تي "غريب اللغات (1907)" ٽالي لغت تيار ڪئي. هن 1910 ۾ سماجي ريتن رسمن ۽ هندو مسلم نفرت ختم ڪرڻ لاءِ هڪ ناول "آنند سنديڪا" لکيو (1910)" ان کان سواءِ "موهني ٻائي (1917)" ۽ "وريل ۽ نعمت (1915)" سندس مشهور ناول آهن. هن ويدن، مهاڀارت ۽ ٻين ڪتابن کي ڀيٽي تاريخي ڪتاب "قديم سنڌ" لکيو جيڪو 1957ع ۾ ڇپيو سندس ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" اهم آهي. جيڪو 1931ع ۾ ڇپيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ هن وقت تائين ان جا ڪيترا ڇاپا شايع ڪيا آهن. هن جي ٻين اهم ڪتابن ۾ "سنڌ جو سيلاني (1923)"، "لطيفي سير"، "سنڌ ۽ سنڌيت"، "سوڍن جي صاحبي"، "سنڌي هندن جي تاريخ" (ٻه ڀاڱا)، "موهن جو دڙو (1933)"، "آزاديءَ جي ڪوڏي"، "چوند نثر ۽ نظم"، "بهار نثر"، "ڏرو ڀڳت"، "تير اندازيءَ جي تاريخ" ۽ ٻيا شامل آهن. ڀيرومل ٻارن جي تعليم ۽ وندر لاءِ ڪيترائي نظم ۽ گيت نه رڳو طبعزاد لکيا، پر انگريزيءَ مان به ترجمو ڪري ڇپايا. اهڙا ڪُل 16 شعر "نوبهار" ٽالي ڪتاب ۾ ڇپيل آهن. جنهن ۾ هن مرزا قليچ ۽ فرمان عليءَ جا به ٻاراڻا گيت به شامل ڪيا آهن. ان کان سواءِ هن "گولن جا گوندر" ۽ "حرص جو شڪار" شيڪسپيئر جي ٻن ناولن جا سنڌي ترجما ڪري ڇپايا. سندس شاعريءَ جا به مجموعا "گلزار نظم" (1909) ۽ "چوند ڪلام" (1923) پڻ ڇپيل آهن.

سنڌ جو هي بي بها عالم ورهاڱي کان پوءِ سنڌ مان لڏي وڃي پوني (ڀارت) ۾ رهيو جتي 1953ع ۾ وفات ڪيائين.

**آڏواڻي، پاربتي رام ڪرشن:** ليکڪا پاربتي رامڪرشن آڏواڻي 18 اپريل 1924ع تي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائي. بي اي ڪرڻ کان پوءِ ايل ايل بي ۽ بي ٽي ڪيائين ادبي دنيا ۾ پاڻ کي هڪ نثر نگار جي حيثيت سان متعارف ڪرايائين. سندس لکڻ جي خاص صنف مضمون هئي. سندس رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. گيتا تي انگريزي ٻوليءَ ۾ 50 صفحن جي ٽيڪا لکڻ تي سوامي چيناننڊ وٽان کيس سونو ٻلو انعام ۾ مليو ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي وئي. جتي گگن تارا، تلڪ نگر، بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**آڏواڻي، ڄڳت:** ڄڳت آڏواڻي، 1913ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. پاڻ ليکڪ ۽ خاص ڪري ترجمي واري فن جو ماهر هو. اردو، هندي، گجراتي مرهٽي ۽ انگريزيءَ مان 100 کان مٿي ناول، ڪهاڻين جا مجموعا ۽ چونڊ مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيا اٿس. بعد ۾ هو ڀارت جي ويسٽ ممبئي ۾ رهائش پذير ٿيو جتي هن جو ديهانت 2000ع ۾ ٿيو.

**آڏواڻي، رام ڪرشن هيرانند "راهي":** ليکڪ، صحافي ۽ نقاد. پهرين جولاءِ 1924ع ۾ سنڌ جي شهر حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. تعليمي حوالي سان بي اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "ڀارت جو ٻلو عرف آزاديءَ جي ٻڌ 1940ع"، "گيان گنج" ۽ "گيشور ڏيا ۽ آنند پاءِ" شامل آهن ورهاڱي کان اڳ حيدرآباد ڪاليج جي رسالن "ڦليلي" ۽ "تصوير" جو ايڊيٽر ٿي رهيو. بعد ۾ هفتيوار "هند واسي" جي آخرين صفحن جو ايڊيٽر رهيو ان کان علاوه روزاني

”هندستان“ ۽ هفتيوار ”هند واسي“ جو 1957ع دوران عارضي جنرل مئنيجر پڻ رهيو. سنڌيت جي هلچل ۾ ڪيترن ئي نون ليکڪن، شاعرن ۽ ڪلاڪارن جي تخليق کي هفتيوار ”هند واسي“ ۾ شايع ڪري ڪين اتساهيو. ڪيترن ئي ڪتابن جا مهاڳ لکيائين. آل انڊيا ريڊيو ممبئيءَ تان سنڌي پروگرام شروع ڪرائڻ ۾ خدمتون ڏنائين. سنڌي فلمن جهڙوڪ ”اباڻا“، ”راهِ ڏاڍو“ ۽ ”انصاف ڪٿي آهي“ کي مڪمل ڪرائڻ ۾ ڀرپور ورتائين. جڏهن ته پريس آف انڊيا جي گورننگ ڪائونسل ۽ پريس ڪلب سنسٿائن جو ميمبر رهيو. سندس ديهانت 19 فيبروري 2008ع تي ممبئيءَ ۾ ٿيو.

**آڏواڻي، سنيل سندر سنگهه:** مشهور ليکڪ ۽ اداڪار جيڪو 8 جنوري 1956ع ۾ ممبئي ۾ پيدا ٿيو. تعليمي حوالي سان هن بي اي ۽ ڊپلوما ان بزنس مئنيجمينٽ جون ڊگريون حاصل ڪيون. جڏهن ته سنڌي، هندي، گجراتي ۽ انگريزيءَ ۾ 40 کان مٿي ناٽڪ لکيائين جن ۾ ”ڇورا اڳيان پوڙها پٺيان“، ”منهنجا مور لاڏا“، سنڌيءَ ۾، ”ايشور الله تيرو نام“ ۽ ”تريشنڪو“ هندي، ”ڪوپر ڪگن گنگهور“ گجراتيءَ ۾، ”Voice in the“، ”Zoo Story“، ”Mind“ ۽ ”Enreka“ انگريزي ۾ شامل آهن جن هندي ناٽڪن کي ڪاميڊي ۾ بهترين اداڪاري ۽ هدايتڪاري جا انعام مليا انهن ۾ ”ديڪ ڪبيرا رويا“، ”پنوسنڪ“ ۽ ”بليڪ ڪاميڊي“ شامل آهن.

**آڏواڻي، لال ڪرشن:** سنڌ ڄائو ايل. ڪي آڏواڻي ڀارت جو اڳوڻو ڊپٽي



وزيراعظم هن وقت اتان جي لوڪ سڀا ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ پڻ آهي سندس جنم 8 آگسٽ 1927ع تي ڪراچي ۾ ٿيو سندس پيءُ جو نالو ڪشنچند ڌرم داس هو ۽ ماءُ جو نالو گياني ديوي. شروعاتي تعليم سينٽ پيٽرڪس هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. پوءِ ڊي جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد (سنڌ) مان پڙهي گورنمينٽ لا ڪاليج ممبئيءَ ۾ داخلا ورتائين سندس شادي ڪملا جگتياڻيءَ سان ٿي جنهن مان کيس هڪ پٽ جينت ۽ ڌيءَ پراتيا آهي ايل. ڪي آڏواڻي 1973ع کان 1977 تائين ”ڀارتيه جن سنگهه“ جو صدر رهيو. پوءِ 1977ع ۾ بي جي پي جو جنرل سيڪريٽري ٿيو 1977 کان 1979ع تائين انڊيا جي اطلاعات ۽ نشريات کاتي جو وزير رهيو. گذريل ٽن ڏهاڪن ۾ ڀارتي سياست ۾ کيس ڪيئي ذميواريون مليون.

- هائوس ليڊر راڄيه سڀا (1977-79)
- اپوزيشن ليڊر — راڄيه سڀا (1979-81)
- جنرل سيڪريٽري — بي جي پي (1980-86)
- صدر بي جي پي (1986-91)
- ٽائين ڏهين ۽ ٻارهين لوڪ سڀا لاءِ منتخب ٿيو (1989-1991)
- گهرو معاملن بابت ڪئبنيٽ منسٽر (1999-2004)
- ڊپٽي وزيراعظم ڀارت (2002-2004 جون)

ايل ڪي آڏواڻي ڀرپور سنڌي آهي جنهن ڀارتي سياست ۾ اهڙي اهميت حاصل ڪئي آهي. ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين سان سندس سٺو تعلق آهي ۽ سنڌي ٻولي بابت هڪ انٽرويو ۾ چيو هئائين ته ”اسان کي پنهنجي ٻارن سان سنڌي ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ گهرجي ۽ سنڌن سنڌي ڳالهائڻ لاءِ همت افزائي ڪرڻ گهرجي. تازو سندس آتم ڪٿا تي ٻڌل ڪتاب (My Country My Life) پڻ ڇپيو آهي.

**آڏواڻي، ڪشنداس چندرا:** ناميارو ليکڪا ۽ ڪهاڻيڪارا چندرا ڪشنداس آڏواڻيءَ جو جنم 20 ڊسمبر 1920ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو بي اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس ڪيترائي مضمون ۽ ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ شايع ٿيا. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ ”پريم جيون“ (1946)، ”ٿيشا“ (1949ع)، ”راجپوتي رنگين محل“ ۽ ”ڀاڳا“ (1966ع) شامل آهن هن آر ڊي نيشنل ڪاليج ممبئيءَ ۾ پڻ پنهنجون خدمتون انجام ڏنيون.

**آڏواڻي، ڪلياڻ:** ڪلياڻ آڏواڻي مشهور عالم ۽ اديب 10 ڊسمبر 1911ع



تي حيدرآباد ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت هليو ويو ۽ ممبئي ۾ وڃي رهيو. هن جي تحقيق جو موضوع سنڌي زبان جا 3 باڪمال شاعر شاهه سچل ۽ سامي رهيا. ورهاڱي کان اڳ سندس مقالا ۽ مضمون مخزن قليلي، رسالي ”سنڌ“ ۽ لطيف ٻاري ۾ شايع ٿيا. انهن کان سواءِ 1946ع ۾ سنسڪرت جي مشهور ڊرامه نويس ڪاليداس جي جڳ مشهور ڊرامي ”شڪنتلا“ جو ترجمو ڪيائين جنهن تي کيس سنڌ سرڪار طرفان انعام مليو. ورهاڱي کان پوءِ سندس ٽي مشهور ڪتاب ڇپيا. جن ۾ ”شاهه“ (1951ع)، ”سامي“ (1953ع) ۽ ”سچل“ (1954ع) شامل آهن. هنن ڪتابن ۾ شاهه سچل ۽ ساميءَ جي شعرن جو ڳوڙهو تنقيدي اڀياس ڏنو ويو آهي. 1958ع ۾ شاهه جو رسالو مرتب ڪيائين، جنهن ۾ هر بيت جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي ان بيت جي سامهون ڏنائين، جنهنڪري ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو ڇاڪاڻ ته ان کان اڳ شاهه جي رسالي جي سولي سمجهاڻي ڏنل نه هئي ۽ ڪن رسالن ۾ ته مڪ لفظن جي معنيٰ به ڏنل ڪا نه هئي. هن رسالي تي مرتب ۽ محقق کي سنڌي ساهت منڊل ممبئي طرفان 1958ع ۾ گولڊ ميڊل مليو. ان کان پوءِ ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو مڪمل صورت ۾ مرتب ڪري 1966ع ۾ ڇپايو ان رسالي تي کيس 1967ع ۾ سنڌي سميلن بنگلور طرفان گولڊ ميڊل ڏنو ويو. سچل جي ڪلام جي سلسلي ۾ ڪتاب ”سچل“ کان سواءِ ٻيو ڪتاب ”سچل جو چونڊ ڪلام“ به لکيائين جيڪو ساهتيه اڪادمي نئين دهلي 1979ع ۾ ڇپيو مذڪوره ايوارڊن ۽ انعامن کان سواءِ 1968ع ۾ ساهتيه اڪادمي نئين دهليءَ طرفان ”شاهه جو رسالو“ تي کيس انعام مليو 1970ع ۾ ڀارت سرڪار جي تعليم کاتي کيس روس ۽ فرانس جو دورو ڪندڙ ڊيليگيشن ۾ شامل ڪري دوري تي موڪليو اها ڊيليگيشن صرف ٽن اديبن تي مشتمل هئي. ان کانسواءِ ڪيترن ئي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ تعليمي ادارن جو اعزازي ميمبر ٿي رهيو جن ۾ ساهتيه اڪادمي دهليءَ جو سنڌي صلاحڪار بورڊ، ڀارتي گيان پيٺ جو سنڌي صلاحڪار بورڊ ۽ ممبئي ۽ پونا يونيورسٽين جي سنڌي شعبي جو بورڊ آف اسٽڊيز شامل آهن. ”شڪنتلا“ جي ترجمي کان پوءِ ڀارت ۾ 1973ع ۾ حضرت دستگير بادشاهه جو فارسي ديوان ترجمو ڪري ڇپايائين ان کان علاوه سندس شاعريءَ جو ڪتاب ”راز و نياز“ 1960ع ۾ ڇپيو جڏهن ته ”روحاني مشاهدا“ 1979ع ۾ ڇپيو

ڪلياڻ آڏواڻيءَ ان کان علاوه ڪتابن جا مقدما ۽ مهاڳ به لکيا ۽ تنقيدي نوعيت وارا مضمون به تحرير ڪيائين. جن ۾ "ميگهدوت" (ٺاڪر رام ميرچنداڻي 1947ع). "ساميءَ جا سلوڪ" (سامي/1947ع) ۽ "سک جي سوغات" (رام پنجواڻي/1959ع) شامل آهن.

تشريحي تنقيد ۾ "شاه جو رسالي جون تشبيهون" (سنڌو/ فيبروري 1944ع). "سامي جي سلوڪن جون تشبيهون" (سنڌو/ مئي 1944ع ۽ "شاه جو عاشقانه ڪلام" (سنڌو/ سيپٽمبر 1946ع) شامل اٿس. جڏهن ته سوانح حياتي تنقيد ۾ "سهڻو انسان عزيز" (نئين دنيا/سيپٽمبر 1971ع) شامل آهن. ڪلياڻ آڏواڻي 17 مارچ 1994ع ۾ ديهانت ڪري ويو. ڏنل شاه جي رسالي منتخب ۽ مفصل جا سنڌ ۾ ڪانياراڙ ڪتاب گهر برهان ڪتاب گهر روشني پبلڪيشن. سنڌي ساهت گهر وغيره ڪيترائي ايڊيشن ڇپايا آهن ۽ سنڌ ۾ سندس شاه جي رسالي ڇاپي ۽ وڪري ۾ رڪارڊ ٽوڙيو آهي.

**آڏواڻي، ڪيولرام:** سنڌي ٻوليءَ جو ليکڪ ڪيول رام 1804ع ۾ ڄائو هو. حيدرآباد (سنڌ) جو رهاڪو هو. هن ٽالپرن جي دور ۾ گورنمينٽ جي نوڪري ڪئي. جيڪا انگريزن جي دور تائين جاري رهي. هن 1864ع ۾ ريٽائرمينٽ ورتي. هو سنڌي، هندي، فارسي، پنجابي ٻولين جو ماهر هو. هن ٽي ڪتاب 'گل شڪر'، 'گل ۽ سوکڙي' لکيا. جيڪي تمام گهڻو مشهور ٿيا. هن 1879ع ۾ وفات ڪئي.

**آڏواڻي، هيرانند شوقي رام:** سنڌي ٻوليءَ جو ليکڪ هيرآنند شوقي رام 1863ع ۾ ڄائو ۽ 1893ع ۾ ٽيهن سالن جي ننڍڙي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. هو سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۾ اڄ به رهي ٿو. هن ٻارن جي مختصر ڪهاڻين جو ڪتاب "هيرن جون ڪاڻيون" ترتيب ڏنو. جيڪو هن جي فوت ٿيڻ کان پوءِ 1926ع ۾ ڇپيو.

**آڏي ڊال مَ ڊار** (ڪتاب): رشيد ڀٽيءَ جو لکيل ڪتاب. هيءَ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ پڪي جلد سان آهي. جنهن ۾ 62 صفحا آهن. ڪتاب جو ٻهيون ڇاپو پاڪستان رائٽرز گلڊ سنڌ سب ريجن پاران محموديه پرنٽنگ پريس. سکر مان 1966ع ۾ شايع ٿيو.

**آڏي ڊال مَ ڊار**[2] (ڪتاب) : هن نالي سان ٻيو ڪتاب معمور يوسفاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت پنجاه پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. مهراڻ اڪيڊمي صوفي فقير. ٿرپارڪر طرفان. حيدري پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1966ع ۾ شايع ٿيو.

**آڏيري:** هيءَ ننڍڙو ٻوٽو وارياسن ۽ جيڪي مٽيءَ وارن پٽن تي ول وانگر پکڙيو آهي. هن جا پن گول ويڪرا ۽ پاسن تي ڪنڊن وارا ٿيندا آهن. هن جو ڦر رواجي ٻير کان بلڪل ٿورڙو يا ان جي برابر هنڌي رنگ جو ٿيندو آهي. جنهن تي ڪارا ليڪا ڏسبا آهن. طبي اثر گرم ۽ خشڪ اٿس.

**آڏي لاشاري:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي واره ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 5 ڳوٺ آباد آهن. هن نالي واري ڳوٺ جي آبادي ڏيڍ سئو ڪن آهي. هتي پرائمري اسڪول پڻ آهي.

**آڊاڻي ڍنڍ:** دادو ضلعي جي ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ آڊاڻي ۾ واقع آهي. هي ڍنڍ گنهيرو ڍنڍ ويجهو آهي. هي ڍنڍ ميهڙ تعلقي جي مشهور ڍنڍ آهي. ٺيڪيدار ڪاٺي وارا هر سال هن ڍنڍ جي نيلامي ڪندا آهن. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار ٿئي ٿو.

**آڏي خان، ٻڍي خان جو مقبرو:** هي مقبرو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو آهي. اهو مقبرو ميان نور محمد



ڪلهوڙي جي قبرستان- ڳوٺ ۽ ديهه ميان نور محمد تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاه (هاڻي بينظير آباد) جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي نهر جو ڳوٺ وٽ آهي. هن جي اوڀر ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪنتال وهي ٿي اولهه ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ مقيم ڏاهري ۽ موري جو شهر اٽڪل 16 ڪلوميٽر نورمحمد ڪلهوڙي جي قبرستان کان ٻري آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ″50 32 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ″8 4 °68 ڊگرين تي واقع آهي. هي مقبرو ڏيگهه ۽ ويڪر ۾ هڪ جيترو 5.65x5.65 ميٽر آهي. جڏهن ته وڏ ۾ وڏ اوچائي 10 ميٽر ماپي وئي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون. گل ڪاري، گچ ڪاري، ڪاشيءَ جون سرون ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبرو رٿ ۾ چوڪنڊو آهي. چار ڪنڊي ونگائين لنگهه مٿان گهڻ- راسيون ونگون پاٽيلن تي ٺهيل آهن مهاڙي گهڻ- راسين ونگن ۽ مستطيل پاٽيلن سان ٺهيل آهي. هر پاسو مستطيل ۽ گهڻ- راسين ونگاون پاٽيلن سان مزين آهي. چار عدد برجيون مهاڙي واري ڇت تي. رنگين ڪاشيءَ جي سرن سان ۽ ٻيڙ ٻنو ڪنگرن سان سجايل آهي. اٺ ڪنڊي گچ (drum) جي ٻلوٽن تي ڪاشيءَ جون ڪنگريون ٺهيل آهن. گچ جي مٿان اڌ گول گنبذ رکيل آهي. جنهن جي مٿان ڪوٽيءَ جو اپتو ٿيل گل ۽ ان گل جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. جنهن تي به ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي. اندر سڄي سجاوٽ پاٽيلن ۽ گهڻ راسين جي آهي. محراب جهڙا طاق اندر تي اوپر کان سواءِ هر طرف ڏنل آهن. مقبري جي گنبذي ڇت جو (drum) گچ اَٺ ڪنڊو آهي. جنهن جي هر ڪنڊ تي برجي آهي. مقبرو اندران روغن ٿيل آهي. گنبذ هن وقت سٺي حالت ۾ آهي. لنگهه وارو دروازو ۽ ڪنگرا ڪٿان ڪٿان ڊهي پيا آهن. هي مقبرو محڪمه آثار قديم وارن محفوظ ڪيو آهي.

**آذر زوبي (عنايت الله):** آذر زوبي 28 آگسٽ 1922ع ۾ قصور ۾ پيدا ٿيو. هي مشهور نامور مصور، مجسمه ساز، ويزئيتس اديب، مصنف ۽ گذريو آهي. هن کي اهو اعزاز به حاصل آهي ته هو آرٽس اينڊ ڪرافٽس انسٽيٽيوٽ ڪراچي ۽ اسڪول آف ويڪور ڪراچي جو باني ۽ پرنسپل رهيو. ان ڪانسواءِ ريپلڪا اسٽوڊيو ۽ رسالي "شعور" ڪراچي جو باني پڻ هو. هن 1 سيپٽمبر 2001ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاه ڪراچي ڊفينس قبرستان ۾ آهي.

**آر:** هڪ قسم جي ڪنڊيءَ وانگر لوهي تار يا سيخ. جيڪا اُٺ جي ڪم اچي. سٽيٽر وغيره ناهڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڊگهو سوئي مرجڪي ڪم جو هڪ اوزار (ڇهنباري ڪنڊيءَ سان).

**آر**[2]: هڪ قسم جو جيت. جيڪو ٽڏ وانگر ٿئي ۽ مينهن جي مند ۾ وڻن ۾ زوڪي وارو آواز ڪري ٿو

"آرون ابر آسري، ناڙا تنوارين" (شاه)

**آراراط ڪوهه:** ٻن چوٽين تي مشتمل آهي، ٻنهي جي وچ ۾ ستن ميلن جو مفاصلو آهي. وڏي چوٽي 16945 فٽ ۽ ننڍي 12877 فٽ آهي. انهن ٻنهي پرسان ٻي ڪا به ايڏي وڏي چوٽي نه آهي. ٻئي ٽونڪ لاوي ۽ جوالا مکي سان ٺهيل آهن ۽ اڄ ڪلهه برف سان ڍڪيل آهن. هن جي آس پاس چراگاهه آهن جتي ڪرد، ڌراڙ جانور چاريندي نظر ايندا آهن. آراراط جو نالو سڀ کان پهرياڻين بائبل ۾ مليو ٿو ان متعلق چيو وڃي ٿو ته نوح جي طوفان بعد "نوح جي ٻيڙي" "آرڪ" هن جبل جي چوٽي تي اچي بيٺي هئي. بائبل ۾ آهي ته "ستين مهيني جي سترهين تاريخ تي آراراط جي جبل تي اچي بيٺي"

هن کي ڪوهه جودي ۽ جبل الحارث به چوندا آهن. جودي جو پراڻو نالو اڳري ڏاغ هو ابن قتيبه، آراراط کي ئي ڪوهه جودي چيو آهي. سڪندر اعظم جي دور جو ليکڪ بروسس لکي ٿو ته " ڪوهه جودي جي چوٽي تي ٻيڙي جا آثار به مليا آهن. ابن بطوطه (725ع) ۾ به هن جي زيارت ڪئي هئي.

اڄ به هزارين ماڻهن جو يقين آهي ته آراراط جي برف جي چوٽين هيٺان هزار سال پراڻي نوح جي ٻيڙي آهي. آرمينا جا ماڻهو انهيءَ ڳالهه تي يقين رکن ٿا ته نوح جي طوفان بعد دنيا ۾ آباد ٿيڻ واري پهرين قوم آرمينا ئي آهي. آراراط جي ڪُنج ۾ هڪ واهڻ "آگري" آهي. روايت مطابق انهيءَ واهڻ ۾ حضرت نوح پنهنجي ٻيڙي ٺاهي هئي.

آراراط جو عبراني نالو اُراد هو يا اُراتو هيو. ناٿين کان ستين صدي قبل مسيح تائين آشورا ۽ بابل سلطنتن جي حد. دجله، فرات کان وٺي ڪوهه آراراط تائين هئي. ارارط کي فارسي ۾ ڪوهه نوح به چون ٿا. هن جي دامن وٽ ڳوٺ "سينٽ جيڪب" جي باشندن جو خيال آهي ته "آراراط تي چڙهڻ وارو خدا جي قهر جو شڪار ٿي ويندو آهي." ۾ 27 سيپٽمبر 1829ع ۾ هڪ جرمن جان جيڪب زان پيرٽ، پهريون دفعو انهيءَ تي چڙهڻ ۾ ڪامياب ٿيو ان بعد 1845ع ۾ هڪ ٻيو جرمن ماهر پروفيسر هرمن آبچ ان تي چڙهيو هاڻي ته يورپي ماڻهن جي ٻيڪهي مڃي وئي آهي ۽ ڪافي ماهر نوح جي ٻيڙي ڳولڻ ۾ مصروف آهن.

**آراڙ:** هڪ قسم جو جهنگلي گاهه جنهن جي پاڙ ۾ ڇڻن جهڙا داڻا ٿيندا آهن. جيڪي مارو ماڻهو ڏٿ طور استعمال ڪندا آهن ڏٿ (ڪاڏي) جو هڪ قسم. ميهن ۽ ڇيڙن جي ڪچرين جي ڪڙهي.

**آراڙو:** آرهڙ يا اونهاري ۾ ٿيندڙ فصل جهڙوڪ ڇيڙن، ميهن، ريهڙين وغيره جون سڪايل ڪچريون.

**آراڙو[2]:** برسات جي موسم ۾ پيدا ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم (ٻن سنهڙا، گل اڇا، ڏڏ ۾ وڃهي رڌجي) هيءُ گاهه ٿر ۾ عام ٿيندو آهي. ٿري ماڻهو هن مان طعام تيار ڪري کائيندا آهن.

**آراڙو[3]:** لاڙ ۾ وري ڏوڻين جي پٽ کي "آراڙي" يا "آراڙو" چوندا آهن. مارن جو لذيذ کاڌو آهي. جو پلاءُ کان به وڌيڪ کين پسند هوندو آهي.

"پلاءُ نه پاڙين، عمر آراڙيءَ سين" (شاهه)

**آراڙو قبرستان:** هي قبرستان ڪلهوڙا دور کان اڳ / 17 صدي عيسويءَ جي وچ جو آهي ۽ ديهه آراڙو، تعلقو جوهي، ضلعي دادو، ٿهي بکر شهيد ۾ واقع آهي. هن کي پٽ قبا به چوندا آهن هي قبرستان واهي پانڌي- جوهي روڊ سان آهي. جوهي کان اتڪل 13 ڪلوميٽر اولهه ۽ پٽ سليمان کان اتڪل 2 ڪلوميٽر اتر تي آهي. روايت آهي ته هتي ميان وال تحريڪ جا ٻه سهوڙ عالم خان ۽ ڳنهور خان ٻئي ذات جا لنڊ دفن ٿيل آهن. تاريخ ۾ هن ماڳ جو ذڪر هيٺن ڏنل آهي ته هي ماڳ ڪلهوڙن کان اڳ موجود هو. هتي ڪل نو مقبرا اڄا موجود آهن. جن مان پنج مقبرا ڀڪ سرا آهن. جڏهن ته چئن جي مٿان گنبذ موجود ڪونه آهي. صرف هڪ رانگ مڪمل نظر اچي جيڪا گنبذ سان ۽ لئل آهي. پنجن ڀڪ سرن مقبرن جا رکو بنياد بچيا آهن. مڪمل رانگ ۾ اندر به قبرون هيون. جيڪي چن ڪاري سان لئل هيون. اندر گل چت نڪتل آهن. اندران ڪنڊ جوڙون (squinches) زمين کان مٿي چت ڏانهن نڪرن ٿيون. فرش به چن ڪاري سان لئل آهي. پيون به ڪيترين قبرون چن ڪاري سان لئل ڏڙيل پڪڙيل آهن. جن تي گلڪاري ۽ نقش نڪتل آهن.

**آراضي:** تعلقي سيوهڻ، ضلعي دادو، ۾ هڪ مشهور ڳوٺ. جيڪو ديهه "آراضي" ۾ ئي آباد آهي. هن ڳوٺ جي آبادي 2000 کان وڌيڪ آهي. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا ڌار ڌار پرائمري، هاءِ اسڪول ۽ صحت مرڪز به اتي آهن. هن ڳوٺ جو پريو مڙس سيد جيٺندل شاهه هاڪارو زميندار ٿي گذريو آهي. سنڌس فرزند مرحوم سيد ڪوڙل شاهه سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ جيلن جو وزير به رهي چڪو آهي. مرحوم ڊاڪٽر خان محمد پنهور، ڳوٺ ستار سنگت جو باني ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ صحافت شعبي جو باني ۽ پهريون چيئرمين به هن ڳوٺ جو رهاڪو هو هن ڳوٺ ۾ وڏا تعليمي ماهر ۽ سرڪاري ڪامورا پيدا ٿيا آهن.

**آرام باغ:** ڪراچيءَ ۾ برنس روڊ چوڪ جي ويجهو هڪ باغ. جنهن جو نالو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ "رام باغ" هو پاڪستان جي قيام کان پوءِ جڏهن ڪراچيءَ جي روڊن، رستن ۽ جاين جا نالا بدلايا ويا، تڏهن ان کي "آرام باغ" جي نالي سان منسوب ڪيو ويو 1952ع ۾ مسلم ليگي اڳواڻ سردار عبدالرب



نشتر آرام باغ مسجد جو بنياد رکيو جتي هر سال ميلاد النبي صلي الله عليه وسلم جو جلوس اچي ختم ٿيندو آهي. مسجد ٺهڻ کان پوءِ هتي دارالعلوم مظهريه (مدرسو) قائم ٿيو جتي هر سال ٻه سؤ شاگرد علم حاصل ڪندا هئا. مسجد سان گڏ اوقاف کاتي جي آفيس آهي. جيڪا مسجد ۽ مدرسي جي سار سنڀال لهندي آهي. هن مسجد کي ڏسڻ لاءِ ملڪي ۽ غيرملڪي سياح ايندا آهن.

رمضان المبارڪ ۾ هن مسجد ۾ مختلف تاريخن ۾ ختم قرآن شريف جون مجلسون ٿينديون آهن. هينئر پراڻي مدرسي جي جاءِ تي مسجد جي احاطي ۾ "دارالعلوم مدني" قائم ڪيو ويو آهي. جتي سوين شاگرد ديني تعليم حاصل ڪندا آهن.

**آرام محل** (ڪتاب): هي؛ ڪتاب نانڪرام ڌرمداس ميرچنداڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 92 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو چاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. پارٽ جيون ساهتيه منڊل طرفان. بابا پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1926ع ۾ ڇپيو ويو.

**آرام محل**[2] (ڪتاب): ساڳئي نالي وارو ڪتاب ليکڪ بي. ڊي هيرانندانيءَ جي نالي سان ڪشنچند فتح چند جي طرفان بابا پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپيو ان ڪتاب ۾ به 92 صفحا آهن ۽ قيمت پڻ هڪ رپيو رکيل آهي.

**آرامي** (Aramaic): 'سامي خاندان' جي هڪ ٻولي. جيڪا حضرت عيسيٰ عليه السلام کان اڳ تائين ڪيترين ئي صدين تائين عراق، الجزائر، شام ۽ فلسطين ۾ رائج هئي. جڏهن عبراني ٻولي ختم ٿي ته آرامي، انهيءَ جي جاءِ والاري ۽ توريت جا ڪيترائي ڀاڱا آرامي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيا ۽ اهي ترگوم (Targum) سڏيا ويا.

"آرامي" جون ڪئين شاخون آهن اها شاخ جيڪا سريا (شام) ۾ رائج هئي، سرياني (Syriac) سڏي وئي. اسلامي فتوحات (ستين صدي عيسوي) کان پوءِ آراميءَ جي جاءِ تي آهستي آهستي عربي ٻولي اينڊي وئي ۽ ان جي جڳهه والاريائين.

عراق، شام، فلسطين، ڪنعان ۽ ڪن عرب علائقن ۾ آباد قومون سامي نسل جون آهن. انهيءَ ڪري انهن جي ٻولين کي "سامي زبانون" چيو ويو سامي ۽ آرامي ساڳئي نسل جون ٻوليون آهن.

**آرائين**: لوڪ ثقافتي ڪردار. اڳاڻي زماني ۾ خصوصاً سنڌ جي ٻهراڙين ۾، بسنت جي ڏڻ اچڻ تي مڱڻهار فقير موتئي جي گلن ۽ سرنهن جي پيلن گلن جون جهوليون ڀري، دهلن دمامن سان گهر گهر بهار جي آمد جون واڌايون ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح بهار جي آمد جو اعلان ٿي ويندو هو موٽ ۾ ماڻهو فقيرن کي ان، اٽو يا روڪڙا پئسا، گهور طور ڏيندا هئا. انهن مڱڻهار فقيرن کي 'آرائين' چيو ويندو هو هن وقت اها رسم ختم ٿي چڪي آهي.

"عشق اسان وٽ آرائين، جش، آيو جهول ڀريا"

ڪوڙي ڪيشن ڪري (شيخ اياز)

**آرائين**[2]: سنڌ ۾ رهندڙ هڪ ذات جو نالو پنجاب ۾ "آرائين" ذات جا تمام گهڻا ماڻهو آباد آهن. سنڌ ۾ به پنجابي آرائين وڏي تعداد ۾ موجود آهن. جيڪي گهڻوڪري درگاهه اچ شريف جا مريد آهن. آرائين عام طرح باغن هٿان يا ٻڪر پاڇي ۽ گلن ٻوٽن جو ڪم ڪن. مشهور صوفي شاعر بلا شاهه، شاهه عنايت آرائينءَ جو مريد هو.

**آرائين، طارق مسعود**: طارق مسعود آرائين ولد منظور احمد آرائين پهرين جولاءِ 1970ع ۾ نوابشاهه ۾ ڄائو بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. هو 2002ع ۾ ايم پي اي رهيو 2008ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي نوابشاهه جي ٽڪ پي ايس 24 مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ هائوس ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو.

**آرائين، منصور الحق**: تعليمي ماهر اٽبريس حيدرآباد سنڌ. تعليمي لياقت بي. اي پنجاب يونيورسٽي 1963ع. ايم. اي سنڌ يونيورسٽي 1967ع بي ايڊ 1969 — ايم ايڊ 1974- پي. ايڇ ڊي 1989ع.

ذميواريون: ليڪچرار 1975ع کان 1984ع تائين علامه اقبال يونيورسٽي طرفان سنڌ صوبي لاءِ بي. ايڊ جي آف ڪئمپس جو پروگرام آفيسر رهيو ان کان سواءِ علامه اقبال يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ريسرچ گائيڊ ۽ صلاحڪار رهيو ورلڊ بئنڪ ۽ يونيسيف طرفان ڪنسلٽنٽ رهيو آهي سنڌ يونيورسٽيءَ جي تعليمي جنرل لاءِ ايڊيٽوريل بورڊ ۽ صوبائي تحقيقي بورڊ سنڌ جو ميمبر رهيو. تعليمي ارتقا ڪلاس 1 کان 10 جي چيئر ۾ صوبائي ريسرچ ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو پرائمري ٽيڪسٽ ڪتابن لاءِ مئٿميٽڪس جي ارتقا واري صوبائي ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو استادن جي لياقت واري ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو ان کان سواءِ سماجي تعليمي ريسرچ ۾ ذاتي خدمتون سرانجام ڏنائين.

اعزاز: سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان ايم ايڊ ۾ گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. 1994ع ۾ سنڌ يونيورسٽي طرفان شيلڊ حاصل ڪيائين ان کان سواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر کيس همت افزائيءَ وارو سرٽيفڪيٽ ڏنو.

**آر. اي. شاهه**: ڊاڪٽر رشيد احمد شاهه عرف عام ڊاڪٽر آر. اي. شاهه جي نالي سان مشهور آهي. 27 آڪٽوبر 1937ع تي ڪراچيءَ ۾ سيد باقر شاهه جي گهر ۾ پيدا ٿيو. جيڪو اصل ۾ اُچ جو بخاري سيد هو مئٽرڪ اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان. بي ايس سي. ڊي. جي سائنس ڪاليج مان. ايم. اي ۽ ڊپلوما يونيورسٽي آف بيروت مان ۽ پي. ايڇ ڊي 1969ع ڌاري آمريڪا جي نيويارڪ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. پاڻ نوڪريءَ جي شروعات سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ استاد جي حيثيت ۾ ڪيائين ۽ ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر به ٿيو. پاڻ نيويارڪ يونيورسٽيءَ ۾ ريسرچ ايسوسيئيٽ ڪورس پراجيڪٽ. آمريڪا جي اين جي يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر اسلام آباد ۾ تعليم واري وزارت ۾ صلاحڪار ۽ سيڪريٽري، ڊائريڪٽر تربيت لاهور، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي ۽ خيرپور جو وائيس چانسلر ۽ ٻين ڪيترن ئي عهدن تي رهي چڪو آهي.

کيس "آر. سي. اي. ايڊ" بيروت جي آمريڪن يونيورسٽيءَ، نيويارڪ يونيورسٽيءَ ۽ ايڊنبرا يونيورسٽيءَ سميت مختلف ملڪن جي تعليمي ادارن طرفان 14 اسڪالرشپون ملي چڪيون آهن.

**آر. ايم هري، ڊاڪٽر**: هن جو پورو نالو ڊاڪٽر روچلداس منشارام هري آهي. 30 اپريل 1912ع تي روهڙيءَ ۾ ڄائو دوست ۽ سنگتي کيس "دادا سائين" چوندا هئا. پاڻ سائين قطب علي شاهه جهانيان جن جو معتقد هو روهڙيءَ جي ميونسپل هاءِ اسڪول مان تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن هوميوپيٿيءَ جا امتحان پاس ڪري ڊاڪٽري شروع ڪئي ۽ خيراتي علاج ڪندو رهيو ورهاڱي کان پوءِ هندو مسلم فسادن

۾ سنڌس گهر ۽ مال لٽجي ويو ۽ پاڻ هندستان هليو ويو. جتي ابتدا ۾ شانتي نگر ۽ آڏيپور ۾ رهڻ کان پوءِ وچي ڪڇ ۾ رهيو. پاڻ وڏو سياح هو ۽ سموري دنيا جو سير ڪري، مختلف قومن، قبيلن ۽ ملڪن جي رسمن رواجن، تهذيب ۽ ثقافت جو مشاهدو ڪيائين. هوميوپيٿڪ ۾ ماهر هو. کيس تجربن ڪرڻ جو بيحد شوق هو. تصويرن رستي ۽ بجليءَ ذريعي بيمارن جو علاج ڪرڻ کان وٺي، چقمق رستي پڻ علاج ڪرڻ جا تجربا ڪيائين. چقمق رستي علاج ڪرڻ (Magnetic Therapy) تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب به لکيائين. سنڌيءَ ۾ گرو گرنٿ صاحب سنڌس گهرواريءَ لکيو هو. جو اڄ تائين موجود آهي. هن مختلف قولن جا نوٽ. سنگت کان ڪٺا ڪري، انهن کي سنواري "باراتي بولي". "ٿٽ ۽ اور" ۽ "ڪي ساعتون سڄڻن سان" (جشن پاڳن ۾) نالي ڪتاب ڇپايا. ان کان سواءِ شريمد ڀڳوت گيتا جو ترجمو ۽ وياکيان سنڌيءَ ۾ ڇپايائين. سائين هادي بخش جو ڪلام . ڀڳوت گيتا جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ۽ سري يوگ وسشت جو انگريزيءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيائين. فيبروري 1980ع ڌاري، دل جي دوري پوڻ سان لاڏاڻو ڪري ويو.

**آربي** (Alocasia): هڪ مشهور ڀاڄي، جنهن کي اروڙي به چئبو آهي. فارسيءَ ۾ 'ڪلقاش' ۽ هنديءَ ۾ 'گهيان' سڏجي. هن جو نباتاتي نالو Alocasia Indica آهي. هي ڀاڄيءَ مختلف طريقن سان رڌبي آهي. هن جو مزاج سرد ۽ تر آهي. هن ۾ وٽامن A ۽ B کان سواءِ روغني جزا ۽ نشاستو شامل هوندا آهن. هيءَ ڀاڄي طبي مقصدن لاءِ به ڪم ايندي آهي. هيءَ خشڪي، قبضي ۽ پيشاب جي سوزي کي ختم ڪندي آهي. هن کي سڪائي پائوڊر ڪري، ڦٽن ۽ ڦرڙين تي لڳائڻ سان فائدو ٿيندو آهي.



**آر. بي. او. ڊي:** رائيٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين ( Right Bank Out Fall Drain) سنڌوءَ جي ساڄي پاسي کان ٺهندڙ 273 ڪلوميٽر ڊيگهه تي مشتمل اهڙو نالو (drain) آهي. جنهن جو مقصد پنجاب، اتر سنڌ ۽ بلوچستان جي سمن جو زهريلو ۽ گندلو پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرائڻ آهي. سنڌو درياهه سان متوازي رخ ۾ ساڄي پاسي تي ٽن مرحلن ۾ ٺهندڙ هيءَ رٿا بلوچستان جي هيراڊين واري علائقي مان شروع ٿئي ٿي اها سنڌوننديءَ جي کابي پاسي تي جوڙيل ليفٽ بئنڪ آئوٽ ڊرين (LBOD) وانگر ٿي هڪ سم نالو آهي. آر. بي. او. ڊي اصل ۾ اهوئي وهڪرو آهي. جيڪو اڳي سنڌ ۽ بلوچستان جي جبلن تان لهندڙ برساتي ندين جو پاڻي وهائي حمل ۽ منڇر ڍنڍن ۾ ڇوڙ ڪندو هو اهو لنگهه اصل ۾ حمل کان وٺي منڇر تائين الهندي ناري جو پيٽ هو اٿين ايم. اين. وي ڊرين (مين نارا ويلي ڊرين) سنڌو واري آبپاشي نظام کي اولهه وارين جابلو ندين جي تيز برساتي وهڪرن کان بچائڻ جي هڪ بند هئي. پر هن رٿا مٺي پاڻي جي قدرتي وهڪري کي روڪي هڪ وڏي سم نالي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. 1993ع ڌاري کان ان کاري پاڻيءَ، سنڌ جي سڀ کان وڏي ڍنڍ منڇر ۾ ڇوڙ ڪرڻ شروع ڪيو. نتيجي ۾ سڄي منڇر گدلي ۽ کاري پاڻيءَ سبب تباهه ٿي وئي. هن کان اڳ منڇر جي پاڻي سان ڀرپاسي جون زمينون آباد ٿينديون هيون ۽ 200 قسمن جون مڇيون ۽ پاڻيءَ جي ٻي جيوت هوندي هئي. اهو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو. منڇر تيزيءَ سان زوال پذير ٿي وئي.




مين نارا ويلي ڊرين جي ذريعي روزانو گهٽ ۾ گهٽ 650 ڪيوسڪ پاڻي ۽ وڌ ۾ وڌ 1800 ڪيوسڪ پاڻي منڇر ۾ داخل ٿي رهيو آهي. پاڻي جي نيڪال جو في الحال واحد ذريعو ازل واهه آهي. جنهن جي ذريعي منڇر جو پاڻي سنڌوءَ ڏانهن نيڪال ڪيو وڃي ٿو ان ڪري خود سنڌو جو پاڻي به انساني استعمال لاءِ هاڃيڪار ٿي رهيو آهي. ان صورتحال کي سڌارڻ لاءِ آر. بي. او. ڊي رٿا جي سمورن مرحلن کي جلد مڪمل ڪرڻ ضروري سمجهيو پيو وڃي. هن رٿا جي ذريعي ايم. اين. وي. ڊرين کي منڇر ۾ ڇوڙ ڪرڻ کان اڳ ڪرمپور وٽ نئين کوٽيل نالي ۾ ڇوڙ ڪرايو ويندو ۽ اتان کان سنڌو درياهه سان ذري گهٽ پور وچوٽ رخ تي سم نالو کوٽيو پيو وڃي. جيڪو اڳتي هلي گهارو ڪريڪ وٽ درياهه ڇوڙ ڪندو.

**آرتوار:** هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن جو نالو. جيڪو علم نجوم جي حساب سان "آڏت وار" يعني سج جو ڏينهن شمار ڪيو ويندو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ عام طرح هن ڏينهن کي "آچر" سڏيو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو آچر)

**آرتي:** هندن ۾ پوڄا جي هڪ اهم رسم (ٿالهيءَ ۾ ٻريل ڏيئا ۽ ڦل ڦول رکي ديوتا اڳيان ڦيرائڻ) واري عمل کي آرتي چئبو آهي. پوڄا پاٺ جو سامان.

**آرتي**[2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب شايع ٿيل آهي. جنهن جو مصنف فتح مل ميٺهراج آڏواڻي آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن. ڇاپو بيس گورسنگت ڪراچيءَ طرفان پارت اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس ڪراچي مان سال 1922ع ۾ ڇپيو.

**آرتي**[3]: هندو ڌرم ۾ هڪ ديويءَ جو نالو. جنهن کي آرتيه پڻ سڏيو وڃي ٿو ان ديويءَ جو تذڪرو رگ ويد ۾ به آيل آهي. کيس ڪيترن ئي ديوتائن جي ماءُ به مڃيو وڃي ٿو هندن جي عقيدي موجب آرتيه ديوي ٻارن ۽ چوپائي مال تي برڪتون موڪليندڙ عظيم ديوي آهي. هن لاءِ هڪ مفروضو اهو پڻ آهي ته هوءَ گناهه معاف ڪندڙ ديوي آهي ۽ محيط ڪل فطرت يا وجود جي مجسم صورت آهي.

**آرٽي/ آرتڙي:** ڦٽين مان ڪڪڙا ڪيڻ جي ڪَلَ ڪاٺ جو فريم، جنهن ۾ ڪانيءَ جا ٻه ويلڻ هوندا آهن، جن جي وچ ۾ ڦٽيون اينديون ته چپ سان ڪڪڙا هڪڙي پاسي نڪري ويندا ۽ صاف ڪپهه ٻئي پاسي ڳڍ ٿيندي ويندي.

**آرڙ جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهه "ٻليدائيءَ"، تپي ٻليدائيءَ تعلقي ميهڙ جي اتر ۾ ڏامراهه واهه جي اورئين پاسي تي آهي. نقشي مطابق آرڙَ ٽن ديهن تي پکڙيل آهي: (1) ديهه ٻليدائي، (2) ديهه واريآسر ۽ (3) ديهه ڪاملپور. هيءَ ڍنڍ هر سال نيلام ٿيندي آهي. ڍنڍ جي اوڀر ۾ "ٻلهڙا" ڳوٺ آهي. جيڪو ڍنڍ جي ڪناري تي آهي. هن ڳوٺ ۾ ٻه ذاتيون رهنديون آهن (1) ٻلهڙا ۽ (2) ٻبر. اهي لاڙڪاڻي ضلعي جي اسراڙ زميندارن جي ٻوڪ ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ ملاحن کي ٺيڪي تي ڪانه ملندي آهي، پر سولنگي ذات جا ماڻهو ٺيڪي تي ڪندا آهن. هن ڍنڍ ۾ مڇي به چڱي مرندي آهي ۽ سيپٽمبر کان مارچ مهيني تائين پکي به جام مرندو آهي. ميهڙ ۽ نصيرآباد جي مارڪيٽ ۾ آرڙ ڍنڍ جو پکي جام پهچندو آهي. جتان دادو شهر جا پکين جا واپاري به پکي کڻي ويندا آهن. بندوق جو شڪار آفيسر ۽ زميندار ڪندا آهن. ته ته هتي پکين جي اهڙي شڪار تي بندش پيل آهي. مقاطعيدار ٻاڻ آڏين ۽ ونجهڻ ۾ پکي ماريندا آهن. آڙي خاص ڪري "پٽون" ۾ ڦاسائي ماريندا آهن. مڇي پکين جي موسم کان پوءِ هر روز ڪافي تعداد ۾ مرندي آهي. آرڙَ ڍنڍ جو هڪ پاسو ٻه ڪلو ميٽر تي ويندو. هيءَ هن دؤر ۾ ميهڙ تعلقي جي وڏي ۾ وڏي ۽ تمام پراڻي ڍنڍ آهي. هن ڍنڍ جي ڪنارن سان ٻن تمام گهڻي ٿئي، انڪري وڏي مڇي سياري ۾ ٻن ۾ لڪي ويندي آهي. پوءِ به مڇي مارڻ وارا هن ڍنڍ ۾ روز رڄ لاهي پهري ڪندا آهن. ڍنڍ جي مڇيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏي مارڪيٽ ميهڙ شهر آهي. جتان مڇي ريل رستي ٻاڀهر کان ۽ ٽرڪن رستي راڻڻ ۽ ملڪ جي ٻين صوبن ڏانهن به ويندي آهي. آرڙَ ڍنڍ تي اهو نالو به آڳاٽي دور جو آهي.

**آرزوءِ دل** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب اسلم اي. ميمڻ "مسافر" ٺٽائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت پوڻا ٻه رپيا ڇاپايل آهي. اُن جو ڇاپو پهريون. ٺٽدي شهر ضلعي بدين مان سال 1959ع ۾ ڇپيو.

**آرسڻ:** ڪورين جي اصطلاح ۾ تاجيءَ کي ڳريل ميٽ، سوڙا، ڪار ۽ مصالحي يا وري پيڃيءَ ۾ تيل ۽ مصالحي ۾ پسائي. سڪائڻ جو عمل. اهو عمل تاجيءَ کي مضبوط ڪرڻ ۽ اوڃيءَ ۾ آسانيءَ لاءِ ڪندا آهن. اصل مراد آهي تندن کي سنواري سڌو ڪرڻ. جيڪو ڳهوڙين تي تاجي پٽاري، سونهاري سان تندن تي پيڻ چاڙهڻ ۽ سڪائڻ وارو عمل آهي.

**آرسي:** آرسي اهڙي شيءِ آهي جنهن ۾ پنهنجو عڪس يا منهن جٺيءَ ريت ڏسي سگهجي ٿو عڪس ڏسڻ لاءِ سڀ کان پهرين بيٺل شفاف پاڻيءَ مان تصور مليو ۽ پوءِ مختلف ڌاتن کي چلائي ۽ گسائي چلڪندڙ بنائي، انهن کي چورس، گول يا مستطيل شڪل ڏني. انهن مان منهن ڏسڻ جو ڪم ورتو ويو. پاري جي استعمال کان پوءِ شيشي جي هڪ پاسي پارو لڳائي، ٻئي پاسي عڪس ڏسڻ جو رواج پيو. آرسي کي "آئينو" يا "ٽِڪ" به چوندا آهن. آئينو" انهيءَ ڪري چون ٿا، جو اوائل ۾ لوهه کي چلڪائي صاف ڪري، منهن ڏسڻ جو ڪم وٺندا هئا. آئينس يعني آهن يا لوهه مان ٺهيل سنڌ جيئن ته تهذيب ۽ تمدن جي لحاظ کان آڳاٽي ليکجي ٿي، انهيءَ ڪري موهن جي دڙي ۽ آمريءَ جي آثارن مان پڻ آرسيءَ جي استعمال جا اهڃاڻ ڇتا مليا ٿا.



آرسي نه رڳو منهن ڏسڻ ۾ گهرن، مسجدن، مندرن، امام بارگاهن، منارن ۽ محرابن جي سونهن ۽ سينگار ۾ به گهڻي استعمال ٿيندي آهي. عمارت سازيءَ ۾ سونهن ۽ سينگار لاءِ آرسيءَ جو استعمال عام جام نظر ايندو آهي. شاهه ڀٽائيءَ جي روضي اندر ۽ مخدوم بلاول جي روضي ۾ آرسين جو خوبصورت ڪم ٿيل آهي. آرسي زيورن جي جڙاءَ ۾ پڻ ڪم ايندي آهي. پرت ۽ ڳچ ۾ پڻ آرسيءَ يا ٽڪ جو استعمال ٿئي ٿو. ٽوپين ۾ ٽڪن جو جڙاءُ نرالو هوندو آهي.

شاديءَ جي رسمن ۾ آرسي لازمي طور ڏني وڃي ٿي. سنڌ جون مڙيئي ذاتيون، هندو توڙي مسلمان، بلوچ توڙي سماٽ، ٿري توڙي لاڙي، جابلو توڙي اترادي، سڀ ڏيج ۾ آرسي به ڏين ٿا. ڪن ۾ ڪنوارين جي ڏيج ۾ آرسي لڳي نه ڪن ۾ گهوٽيتن وٺان. وهانءَ واري ڏينهن ڇني ۾ لاڙون لهڻ کان پوءِ گهوٽ سرمو پائي آرسيءَ ۾ منهن ڏسندو ۽ پوءِ ڪنوار جي جهوليءَ ۾ آرسي رکبي ۽ گهوٽ ان ۾ ڪنوار جو منهن ڏسندو اها رسم نه رڳو سنڌ ۾، پر ٺٽدي ڪنڌ جي ٻين قومن ۾ پڻ آهي.

سنڌ ۾ قديم دور جا ڪي وسوسا ۽ وهم موجود آهن جن مان ڪي هي آهن: بيماريءَ ۾ آرسي ڏسڻ کان روڪيو ويندو آهي. پراڻا رنگ جي مرض ۾ ورتل بيمار لاءِ ڏاتوءَ جي آرسي علاج ڄڻي وڃي ٿي. "آرسيءَ جي ٽٽڻ" کي بدشگوني يا نياڳ پاتيو ويندو آهي. آرسيءَ کي لس جي سامهون ڪرڻ سان اولاڙو پيدا ٿيندو آهي. گهر ۾ ٽٽدو ٻار هوندو آهي ته آرسيءَ جو اولاڙو ٻار تي نه پوڻ ڏيندا آهن. ڇو ته اولاڙي کي ڪنهن وڏي بيماريءَ جو سبب ليکين ٿا آرسيءَ جي ميري يا گدلي ٿيڻ کي گهر جون وڏڙيون گهر لاءِ نياڳ پائينديون آهن ۽ آرسيءَ کي چلڪائي صاف ڪري ڪنهن مٿاهين جاءِ تي يا پٽ تي رکڻ جي صلاح ڏينديون آهن. لوڪ گيتن ۾ پڻ آرسيءَ جو ذڪر ملي ٿو. سنڌي شاعريءَ جي مڙني صنفن ۾ تشبيهه طور پڻ آرسي جي لفظ جو استعمال عام جام آهي. پهاڪن ۽ اصطلاحن ۾ پڻ آرسي جو ذڪر ملي ٿو.

(1) اپ کي آرسي ڏيکارڻ.

(2) هٿ ڪنگڻ کي آرسي جو ڪهڙو ضرورا

**آرسي**[2] (مئگزين) : هفتوار نيوز مئگزين "آرسي"، سهيل سانگي جي ادارت ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ پهريون سنڌي نيوز ميگزين هو. 1994ع جي پهرين ٽماهي ۾ شروع ٿيو ۽ 1995ع ۾ مالي بحران ۽ سرڪاري دٻاءَ سبب رسالي جي اشاعت بند ڪرڻي پئي. آرسي جي ٽيم ۾ خدا بخش ابڙو، عاجز جمالي، رحيم بخش برق ۽ زاهد ميراڻي شامل هئا. هي پهريون سنڌي مئگزين هو، جنهن ۾ ڇپجندڙ هر رپورٽ ۽ مضمون تي لکندڙ کي ادائيگي ڪئي وئي. هڪ سال جي عرصي ۾ ڪيترائي اهم انٽرويو، پروفائيل ۽ تحقيقي رپورٽون شايع ٿيون، جن تي سياسي، ادبي حلقن ۾ وڏو چوبول ٿيو.

**آر.سي.ڊي** (R.C.D): ايران، پاڪستان ۽ ترڪي جي وچ ۾ ٽه طرفو معاهدو، جنهن جو نالو "ريجنل ڪوآپريشن فار ڊيولپمينٽ" (علائقائي تعاون براءِ ترقي) آهي. هن معاهدي جو مقصد، ٽنهي ملڪن جي ڪروڙين عوام جي بهبودي، اقتصادي، فني ۽ ثقافتي تعاون کي وڌائڻ ۽ معاشي ترقيءَ کي مضبوط ڪرڻ آهي. هي معاهدو 21 جولاءِ 1964ع تي ايران، ترڪي ۽ پاڪستان جي سربراهن جي وچ ۾، استنبول ۾ طئي ٿيو هو. هن معاهدي جي

نقطن تي تمام تيزيءَ سان عمل ٿيو. جنهن تحت ٽنهي ملڪن ۾ صنعتون قائم ٿيون. آر-سي-ڊي. شاهراهه مڪمل ٿي ۽ اقتصادي تعاون جا ڪئين پروگرام پورا ٿي چڪا آهن. انقلاب ايران (1979ع) کان پوءِ هن معاهدي جون سرگرميون ختم ٿي ويون.

**آرُوٽي:** تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ فقط هڪ ڳوٺ "مونڊر پلاٽي" نالي آهي.

**آروهي امروهي:** جڏهن باقاعده موسيقي ۾ هيٺين کرج کان ٽيپ جي کرج ۽ ٽيپ جي کرج کان هيٺين کرج تائين واپس اچجي ٿو ته اصطلاحاً ان کي آروهي ۽ امروهي چئبو. آروهي ۽ امروهي جو عمل سمجهڻ تمام ضروري آهي. جو موسيقيءَ جو سڄو دارومدار ان تي آهي. آروهي امروهي جي لغوي معنيٰ اٿار ۽ چڙهاءُ آهي. هن مان سڀ راڳ راڳڻيون نڪرن ٿيون ۽ هڪ ٻئي کان موروثون الڳ به ٿين ٿيون. آروهي ۽ امروهي لاءِ ماڻهن جو خيال آهي ته کرج کان کرج تائين برابر وڃڻ گهرجي ۽ انهيءَ نموني واپس اچڻ گهرجي ۽ وچوارا جيڪي به سُر آهن. اهي سلسلي سان لڳڻ گهرجن ۽ انهيءَ غلط خيال جي ڪري مشهور آهي ته درباري جيڪا هڪ عام راڳڻي آهي. ان جي آروهي امروهي ٿي نٿي سگهي. سمجهي چڱو گهرجي ته راڳ جي آروهي امروهي ٻي ٿيندي آهي ۽ تان جي ٻي. راڳ جي آروهي امروهي ۾ کرج کان کرج جي ٽيپ تائين وڃڻ تمام ضروري آهي ۽ اهڙي نموني واپس اچڻ به ضروري آهي. راڳ جي آروهي امروهي جا به قسم آهن. هڪ شد ٻي وڪر. جنهن جي معنيٰ آهي. تيزي. شد آروهي امروهي مان مراد آهي ته جيڪي به سر راڳ جا راڳڻي ۾ هجن اهي سلسلي وار ڳايا/ لڳايا وڃن ۽ انهيءَ ئي سلسلي سان واپس ٿيڻ گهرجي. مثلاً ساري گاما پاڌاني سا- هي شد آروهي آهي. ساگاماڌاسا- سا ڌاما گاسا- هيءَ به شد آروهي امروهي آهي. توڙي هن ۾ به سُر گهٽ آهن. پر جيڪي به سُر آهن. اهي سلسلي سان لڳن ٿا. ساري ما گاري- ماگا- پاما- ني ڌ- سا- ساڌا- ني پا- ڌاما- پاگا- ما ري- سا- هيءَ به صحيح آروهي امروهي آهي پر سر پنهنجي سلسلي سان ڪو نه ٿا لڳن تنهن ڪري ان کي وڪر چئبو.

اهو ضروري ناهي ته سڀ سُر وڪر هجن. پر هڪ سر به وڪر ٿي سگهي ٿو مثلاً: ساري گاري گاما پاڌاني سا- ساني ڌاپا ماگاري سا- هتي رگو هڪ سر گنڌار وڪر آهي ته راڳ راڳڻي جي روپ مٽجڻ جو سبب ٿيو وڃي. اهو بهرحال ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته راڳ جي آروهي امروهي ان جي روپ تي منحصر آهي. جنهن روپ جو راڳ هوندو ان جي آروهي امروهي به ان روپ جي هوندي. مثلاً يمن ڪليان شڌ روپ جو راڳ آهي ته ان جي آروهي امروهي به ان روپ جي هوندي. گوڙ سارنگ وڪر روپ جو راڳ آهي ته ان جي آروهي امروهي شروع کان آخر تائين وڪر رهندي. ۾ سورٺ اهڙي راڳڻي آهي. جنهن جي آروهي وڪر ۽ امروهي شڌ آهي. ان جي برعڪس ڪاموڌ اهڙو راڳ آهي. جنهن جي آروهي شد ۽ امروهي وڪر آهي.

**آري:** هوت ذات يا قبيلي جي سردار جو نالو ئيم تاريخي داستان "سسئي پنهون" ۾ پنهونءَ جو پيءُ ڪي "آري" سڏيندا هئا.

"تريڙ ڪن ٽڪاءَ اکنديا آريءَ لئي ڪهڻو" (شاهه لطيف)

**آريا:** آريا هڪ خانه بدوش قبيلو هئا. جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته 1300 ق.م کان 650 ق.م ۾ ايران کان هندستان ۾ آيا. جڏهن ته ڪي ٻيا عالم سنڌ هند ۾ انهن کي مفروضو ٿا سمجهن. جديد تحقيق موجب لفظ "آريا" جو تعلق دراصل "زبان" سان آهي. يعني وچ ايشيا جا هند- يورپي زبان ڳالهائڻ وارا قبيلا. آرين بابت هڪڙو نظريو اهو به آهي ته جڏهن اهي پنهنجي اصلي وطن وچ ايشيا مان نڪتا ته ٽن ٽولن يا حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙن يورپ جو رخ رکيو ٻيا وچ مشرق مان ٿيندا ايران پهتا ۽ اتي آباد ٿي ويا ۽ ٽيان. جن هندستان جو رخ رکيو سي پهريائين پنجاب ۽ سنڌ جي ميداني علائقن ۾ داخل ٿيا ۽ پوءِ اڳتي وڌيا. هن وقت ڪن پارتي ودوانن خاص ڪري ڪرشنا راءِ دوارڪا پرشاد شرما، گنگارام سمرات ۽ ٻين جو چوڻ آهي ته آريا ٻاهريان نه هئا. پر هند جي سرزمين جا اصلي باشندا هئا. ويد آرين جي تخليق چيا وڃن ٿا. جيڪي هتن سنڌوءَ ڪناري رچيا.

**آريا سماج:** آريا مذهب، آرين جي عقيدي ۽ طريقي تي هلڻ واري جماعت. جنهن جو بنياد 1875ع ۾ سوامي ديانند سرسوتيءَ رکيو. هيءُ فرقو هندو ڌرم ۾ مذهبي ۽ سماجي روايتن ۾ اصلاح جو علمبردار آهي. جڏهن هندستان تي انگريزن قبضو ڪيو ۽ سنڌن سيڪيولر روايتن عام هندن کي متاثر ڪيو ۽ اهي عيسائيت طرف راغب ٿيڻ لڳا ته هندو ڌرم جي بچاءَ لاءِ هيءُ فرقو قائم ٿيو ۽ ان کان سواءِ ديوين ۽ ديوتائن جي عبادت بدران هڪ ڀڳوان جي پوڄا جي هدايت ڪئي وئي. هن فرقي جي تحريڪ هندن ۾ تيزيءَ سان مقبول ٿي. هيءُ گروهه بيواهن جي ٻي شاديءَ جي حمايت ۽ ننڍپڻ واري شاديءَ جي مخالفت ۾ سرگرم رهيو آهي.

آريا سماجي. بت پرستيءَ جي خلاف آهن. هنن جا پنهنجا جدا عبادت خانا آهن. فرقي جي مقصدن جي تڪميل لاءِ رقم انهن صنعتن مان خصوصي طور مهيا ٿيندي آهي. جيڪي منظم پيماني تي قائم ٿيل آهن. هن تنظيم جا وسيع پيماني تي تعليمي ادارا پڻ قائم ٿيل آهن. آريا سماجي تحريڪ جي ڏس ۾ سنڌيءَ ۾ پيم سين ميگهراج نظم ۾ "آريا سماج جا ڏهه نيم". چنتچلداس ڪيٿلداس، "آريا سماج جو اتهاس" ۽ گوبند رام راجي مل چيلاڻي "آريا سماج جي جوڙجڪ" (1942ع) نالي ڪتاب لکيا. آريا سماجي تحريڪ جو سنڌي هندن تي وڏو اثر آهي.

**آريا سماج جو اتهاس** (ڪتاب): آريا سماج تي لکيل هن ڪتاب جو مصنف چنتچلداس ڪيٿلداس آهي. هيءُ ڪتاب 148 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت اُٺ آنا ڄاڻايل اٿس. ڪتاب تي ڇاپو ۽ سال ڄاڻايل ڪونهي. ڪشچند گاگومل هيءُ ڪتاب ڪوهنور اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان ڇاپيو.

**آريا سماج جي جوڙجڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبندرام راجومل چيلاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪراؤن سائيز ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو پهريون. پرڪاش شيوا روپ ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1942ع ۾ ڇپيو.

**آريا مهر:** 19صدي عيسويءَ جي ڪن مصنفن اهو نظريو قائم ڪيو هو ته آريائي نسل انسانن ۾ سڀني کان اعليٰ ۽ برتر نسل آهي ۽ آريائي ثقافت کان سواءِ ٻين سڀني نسلن جي ثقافت غيرمهذب ۽ اخلاق کان ڪريل آهي. انهيءَ نظريي جي آڌار تي ٻهريائين جرمن فلسفين جرمن نسل کي آريائي نسل هئڻ جي بنياد تي دنيا ۾ برتر ۽ اعليٰ قرار ڏنو. دنيا تي حڪومت ڪرڻ جي ترغيب ڏني ۽ پوءِ ايران جي شهنشاهه رضا شاهه پهلويءَ، قديم سورج ديوتا جي



نسل جي مناسبت سان پاڻ کي "آريا مهر" سڏايو جنهن جي معنيٰ آهي "سورج ديوتا". قديم زماني ۾ ايران جي حڪومت جو تخت گاهه "تخت جمشيد" هو جنهن کي ايران جي شهنشاهه ٻيهر زنده ڪيو.

**آريائي ٻوليون:** دنيا ۾ جيڪي ٻه لساني خاندان آهن. انهن ۾ آريائي ٻوليون ڳالهائيندڙ گروهه نهايت اهم آهي. ڇو ته هن گروهه (خاندان) جون ٻوليون دنيا جي وڏي حصي ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. ۽ پنهنجي علمي ۽ ادبي ذخيري جي لحاظ کان به اعليٰ ۽ اهم آهن هن خاندان ۾ سنسڪرت ۽ فارسيءَ کان سواءِ يوناني، لاطيني، روسي، جرمن، فرانسيسي ۽ انگريزي اهم ٻوليون شامل آهن. اتر هندستان ۾ مروج ٻوليون پڻ هن خاندان مان آهن. هن ئي خاندان کي "هند يورپي ٻوليون" جو نالو به ڏنو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته هي ٻوليون انهن ملڪن ۾ پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون، جيڪي هندستان کان وٺندي يورپ تائين پکڙيل آهن. انهن سڀني ٻولين کي هڪ خاندان ۾ شامل ڪرڻ جو سبب اهو آهي ته انهن جا صرفي ۽ نحوي قاعدا ۽ لفظن جي ذخيرن ۾ گهڻي قدر هڪجهڙائي آهي. هن خيال جي حامين موجب يوناني، لئٽن، رومن، جرمن، فرينچ، روسي، انگريزي ۽ فارسي سان گڏ هندي، سنسڪرت، بنگالي ۽ سنڌي زبانون پڻ آريائي ٻولين جي دفعي ۾ اچن ٿيون. سنڌيءَ بابت اها ڳالهه ڪي ٻيا عالم قبول نٿا ڪن (وڌيڪ ڏسو 'سنڌي ٻولي')

**آريلو / آريلڙو:** هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ٻج. جو گول داڻن جي صورت ۾ سرياريءَ جيڏو ٿيندو آهي. جنهن کي پچي، ان جون کلون پائيءَ ۾ ڇاڇوليون آهن ته اهي صابڻ وانگر گجي ڪندو آهي. ان گجيءَ ۾ ريشمي ۽ اوني ڪپڙا ڌوئجندا آهن. هي گول داڻا چٽڪمرا، زرديءَ ۽ ڳاڙهاڻ تي مائل هوندا آهن. جن جي مٿين کل لاهبي ته اندران ٻير جيڏو ڪارو گول داڻو نڪرندو. دوائن ۾ اُها مٿين کل ڪم ايندي آهي ۽ اندريون ڪارو داڻو ڪم نه ايندو آهي.

**آري پوٽا:** تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ پير ڏني بخش شاهه ۽ حاجي غلام حسين لغاريءَ نالي ٻه ڳوٺ شامل آهن.

**آري پير قبرستان:** هي سترهين ارڙهين صدي عيسويءَ جو قبرستان آهي. جيڪو ديهه تيهي مول تعلقي ٿاڻو بولاخان ضلعي ڄامشوري اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 30' 46" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 28' 50" تي واقع موجود آهي هي قبرستان مول ڳوٺ جي اتر ۾ ٽن ميلن جي فاصلي تي موجود آهي. ويجها ڳوٺ جان محمد دريشڪ ۽ شير محمد سهتو آهن. هتي ڪجهه قبرن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي. جيڪي پٿرايون آهن ۽ ٻيون عام قبرون به. آهن 5 قبرون هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهن. جن تي گل ٻوٽا چٽيل آهن. هن وقت ٽيون قبرون ۽ قبا جڙي رهيا آهن. قبرستان اٽڪل ڇهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي.

**آريجا:** هيءَ هڪ ذات آهي. جيڪا "آريءَ" نالي هڪ شخص جي اولاد مان آهي. هن وقت آريجن جو گهڻو تعداد لاڙڪاڻي ڊويزن ۾ آهي.

**آريجا[2]**: هن نالي سان تعلقي ڏوڪريءَ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه. آريجا جي نالي سان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ 5 ڳوٺ آباد آهن. جهڙوڪ: سيڙهي وارا آريجا، خيرمحمد آريجا. ۽ باقي تعلقي ڏوڪري ۾ 3 آريجن جا ڳوٺ آهن. هنن ڳوٺن ۾ خيرمحمد آريجا ڳوٺ مشهور آهي. جنهن جو بنياد ڪلهوڙن جي دور کان ڪجهه عرصو اڳ پيو. هن ڳوٺ جي شهرت ٻن شخصيتن علامه محمد آريجوي ۽ مخدوم محمد شهاب الدين جي ڪري آهي. علامه آريجوي پنهنجي دور ۾ "استاذِ ڪل" جي نالي سان سڏيو ويندو هو جنهن وٽ پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ پڻ تعليم ورتي هئي. جڏهن ته مخدوم شهاب الدين جو تعلق مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ سان هو گرهوڙي صاحب جي شهادت کان پوءِ سنڌس سائي ۽ لشڪر چڙ وچڙ ٿيا ته مخدوم شهاب الدين اچي آريجن جي ڳوٺ ۾ ويٺو. هنهي بزرگن مذهبي تعليم جي حوالي سان وڏو نالو ڪڍيو. بعد ۾ اهو سلسلو ڪاتيار قري مولوي تاج محمد ڪوڪر ۽ عنايت الله آريجي جي حوالي ٿيو جن پڻ مذهبي تعليم جي حوالي سان وڏو نالو ڪڍيو. ڳوٺ خيرمحمد آريجا ۾ نالي واري استاد اديب ۽ تعليمدان ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ "گل حيات انسٽيٽيوٽ" قائم ڪيو آهي. جيڪو تحقيقي علم ۽ ادب جي حوالي سان جڳ مشهور آهي. ڊاڪٽر صاحب هيءَ ادارو پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي نالي سان قائم ڪيو آهي.

**آريجو، غلام محمد:** مولانا غلام محمد "غلام" ولد محمد عثمان آريجو ڳوٺ خيرمحمد آريجا تعلقي ڏوڪري ۾ 1850ع ۾ ڄائو مولوي غلام محمد جو تعلق عالم ۽ باعمل خاندان سان هو. هو پاڻ به اعليٰ پايي جو عالم، شاعر، حڪيم ۽ قاضي هو. انهن کان علاوه نثر توڙي نظم ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سنڌس ڪلام رسالي "توحيد"، "الڪاشف" ۽ "الوحيد" جي صفحن جي زينت بڻجندو هو. تاريخي ماده سڪڻ ۾ خاص مهارت حاصل هئس. پاڻ ڪيترن ئي عالمن جون قطعه تاريخون لکيون اٿس. انهن کان سواءِ ڪن رسالن ۽ ڪتابن جي اشاعتن تي پڻ قطعه تاريخون لکيون آهن. انهيءَ سلسلي ۾ "الڪاشف" لاڙڪاڻي جو ايڊيٽر هن طرح رقم طراز آهي: مولانا دين محمد وفائيءَ سان مولوي صاحب جا علمي ۽ قلمي ناتا تمام گهرا هئا. وفائي صاحب لکي ٿو ته ان وقت جي شاعرن مان منهنجو بزرگ دوست حڪيم غلام محمد هڪ عمدو اهل قلم هو. مون کيس گذارش ڪئي هئي ته حضرت شاهه صاحب اسدالله شاهه ٽڪڙائيءَ جي وفات تي فارسي ۽ سنڌي ۾ ڪجهه لکي موڪلي. ان وقت مرحوم حڪيم صاحب جيڪي تاريخون لکي موڪليون. سي اڄ تائين محفوظ آهن. هڪ اندازي موجب پاڻ سن 1931ع تي وفات ڪري ويو.

**آري جنگهڻ (لٺ):** هن ماڳ تي هڪ ڊگهو اڀو پٿر کتل آهي جيڪو ممڪن آهي ته اسلامي دور جو هجي. پٿريا لٺ ديهه مول تعلقه ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 30' 68" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 27'

"70تي واقع موجود آهي. هي ماڳ هڪ پٿر جو اڻ گهڙيل منارو آهي. جيڪو 3 . 40 ميٽر اوچو ۽ ان جي ويڪر 30 . 1 ميٽر (قطر) آهي. هي ماڳ اڻ سروي زمين ۾ آري پير قبرستان کان اولهه ۾ تقريباً ٻن ڪلو ميٽرن تي آهي ۽ ڏکڻ ۾ تنهن مول اٿس. هي گول قسم جو ڪتل پٿر آهي. جنهن تي عربي (زبان ۾ ڪجهه لکيل آهي. هنديءَ ۾ به ڪا لکت اٿس. عربي لکت ڪوفي خط ۾ آهي. اصولي طور اهو قبل از تاريخ جو هجڻ کپي. پر عربي واري لکت هن مينار جي قدامت تي اثرانداز ٿئي ٿي. وڏي ڳالهه ته پٿر پير ۾ ٿهيل ڪروٽ جي اولهه ۾ آهي. عربي ۽ ٻين هندي اکرن تي تحقيق جاري آهي.

**آري چنگھڻ (لٺ)**[2]: هن ماڳ تي به آري چنگھڻ لٺ -1 جهڙو هڪ اڻ گهڙيل ابو پٿر کتل آهي. ۽ قبل از تاريخ جو آهي. هي ماڳ ديهه مول، تعلقي ٿاڻي بولاخان، ضلعي ڄامشوري ۾ واقع آهي. هي ماڳ آري چنگھڻ-1 کان اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي. هي هڪ وڏو قدرتي پٿر زمين ۾ کتل آهي. جنهن جو قطر 55 . 1 ميٽر ۽ اوچائي 0 . 28 ميٽر بيهي ٿي. مقامي ماڻهو هن کي روهي به چون. هن تي ڪابه لکت وغيره ڪونه آهي. هي چو ۽ ڇا لاءِ ناهي وئي. اڻ جو ڏس پتو نٿو ملي. هي ۽ ٻيون اهڙيون پٿر جون کتل لٺيون محققن لاءِ مراد آهن. اهڙن يادگارن لاءِ انگريزيءَ جو لفظ Menhir استعمال ڪري سگهجي ٿو.

**آري چنگھڻ (لٺ)**[3]: هن ماڳ تي به هڪ پاهڻي لٺ کتل آهي جيڪا قبل از تاريخ جي آهي. اها ديهه مول، تعلقي ٿاڻو بولاخان، ضلعي ڄامشورو اتر ويڪرائي ڦاڪ "62 '30 °125 اوڀر "68 '28 °27 تي واقع موجود آهي. هي ماڳ آري پير مقام کان 3- 4 فرلانگ اتر- اولهه پاسي آهي. هي پڪو پٿر مناري نما (لٺ) جنهن جي اوچائي 80 . 1 ميٽر بنياد وٽ ويڪر 45 . 1 ميٽر جوڙائي 15 . 1 ميٽر ٿولهه 10 . 0 ميٽر ماپ جو زمين ۾ کتل آهي. چوڌاري کنڊين وارا پوتا اٿس. هن تي بيو ڪو به ثقافتي نشان ڪونهي هو. هنن منارن بابت اڃا پوري ڄاڻ ڪانه پئي آهي ته اهي ڇو ۽ ڇا لاءِ کوڙيا ويا آهن تحقيق جاري آهي.

**آريڙو**: تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آريسر**: سنڌ جي هڪ ذات. جيڪا سماٽ قبيلي سان تعلق رکي ٿي. ان جو شجرو ڄام اُنڙ سمي سان ملي ٿو آريسر ولد مناهي ولد تگودر ولد ڏيرو ولد ٿيبو ولد اُنڙ. آريسر ۽ ڇچر به ڀائر هئا. آريسر کي پنج پٽ ٿيا: آرادين، حسڻ، نورالدين، رکڻ ۽ ميمڻ. سنڌ ۾ موجود آريسر ذات جا ماڻهو منٿين آريسر جو اولاد آهن. هيءَ ذات اڪثر ٿرپارڪر، سانگهڙ، مٺي ۽ ضلعي خيرپور ميرس ۽ بدين جي علائقن ۾ آباد آهي. هن ذات جي حوالي سان عمرڪوٽ جي ديهه نبي سر ۾ "آريسر جو ترُ ۽ ديهه "ڪيلور ٿر" ۾ "آريسر جي ڍاٽي" نالي ڳوٺ موجود آهن.

**آريسر، پانڌي**: پانڌي ولد مانجهي آريسر ڳوٺ چارکي، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ 1898ع ۾ ڄائو سنڌس تعليم پارسيءَ ۾ "ڪريما" ۽ "مامقيما" تائين آهي. سنڌس ڪلام مداحن، مناجاتن، معجزن، مناقبن ۽ مولودن تي مشتمل آهي سنڌس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "گلستان پانڌي" ۽ "پانڌيءَ جا پيغام" 1970ع ۾ ڇپيا.

**آريسر پنهنجي تحريرن جي آئيني ۾(ڪتاب)**: هي ڪتاب عبدالواحد آريسر جي شخصيت بابت تنقيد تي مشتمل تاڙ سنائي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ڪچي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب ۾ صفحا 142 آهن. جاڳرتا پبليڪيشن حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1997ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جي قيمت 30 رپيا ڄاڻايل آهي.

**آريسر، عبدالغفور**: آريسر عبدالغفور جو پورو نالو حاجي عبدالغفور آهي. سنڌس جنم 1 جنوري 1929ع تي پارٽي گجرات جي ڳوٺ پيراهو ۾ ٿيو ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. پيشي جي لحاظ کان استاد رهيو سنڌس ڪيترائي شاگرد وڏن عهدن تي فائز آهن. ناميارو سياستدان عبدالواحد آريسر جو پرائمري استاد رهيو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو اڳوڻو براڊ ڪاسٽر حاجي عنايت الله زنگيجو پڻ هن جو شاگرد آهي. 01.12.1984 تي پرائمري ٽيچر طور رٽائر ٿيو ۽ هاڻي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪري ٻارڙن کي ديني ۽ تدريسي تعليم سان روشناس ڪري رهيو آهي. هن وقت ضلعي عمرڪوٽ تعلقي سامارو ۾ رهائش پذير آهي.

**آريسر، عبدالواحد**: سنڌ جو قومپرست سياستدان، تاريخدان، اديب، عبدالواحد آريسر 11 آڪٽوبر 1949ع تي ڳوٺ اُنڙ آباد لڳ هاسي سر ريلوي اسٽيشن، تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو سنڌس والد جو نالو جادو آريسر هو.



جيڪو هاريو ڪندو هو عبدالواحد آريسر عمرڪوٽ تعلقي جي ڳوٺ صاهي جي پرائمري اسڪول مان پنج درجا سنڌي پڙهيا. ان بعد مختلف مدرسن جن ۾ پيڪڙي شريف جو مدرسو مدرسه هاشميه سجاول مولوي عبدالحي نوحانيءَ ڪنگوري (تعلقي ڏگهڙيءَ) واري جو مدرسو مدرسه مفتاح العلوم حيدرآباد ۽ شاه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد شامل آهن. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي به سنڌس استاد رهيو آهي. آريسر صاحب اورينٽل ڪاليج حيدرآباد مان 1968ع ۾ مولوي عربيءَ جو امتحان پاس ڪيو. هن کي ابتدا کان وٺي مطالعي ۽ لکڻ پڙهڻ جو شوق هو 1966ع ۾ ڪنگوري مدرسي ۾ پڙهڻ دوران "ربيع الاول جا چار چنڊ" عنوان سان پهريون مضمون لکيائين. جيڪو هفتيوار همدرد، ميرپورخاص ۾ ڇپيو. سنڌس ٻيو اوائلي مضمون 1968ع ڌاري ماهوار "بادل" حيدرآباد ۾ لسانيات بابت ڇپيو. جيڪو هن مخدوم غلام حيدر صديقيءَ طرفان ڊاڪٽر الانا جي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد" تي ڪيل تنقيد جي جواب طور لکيو.

آريسر صاحب ادبي، مذهبي ۽ سياسي ميدان ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، جي ايم سيد، مولانا عبيدالله سنڌيءَ ۽ مولانا حسين احمد مدنيءَ کان متاثر رهيو آهي. سنڌس پهريون ڪتاب، مولانا آزاد جي قولن تي مشتمل "جواهر آزاد" 1970ع ۾ اردو ۾ ڇپيو. 1972ع ۾ سنڌيءَ ۾ ماهوار "پيغام" جاري ڪيائين. حنفيه مسجد ٽومڙ واه روڊ حيدرآباد ۾ خطيب رهيو. 1973ع ۾ سنڌ جي وزيراعليٰ ممتاز علي ڀٽي جي دور ۾ سنڌس ڇپيل مضمون "سنڌ جو ڏهيسر دهشتگردن جي حضور ۾ " تي سرڪار سنڌس گرفتاريءَ جا وارنٽ ڪڍيا ۽ آريسر مسجد ڇڏي ڪل وقتي سياست ۾ شرڪت ڪئي. 1972ع ۾ جي. ايم. سيد طرفان حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيل جيئي سنڌ محاذ جو بنيادي ميمبر ٿيو 1977ع ۾ جيئي سنڌ محاذ جي ٽئين سر جوڙجڪ وقت ان جو مرڪزي آرگنائيزر مقرر ٿيو 1990ع تائين جيئي سنڌ محاذ جو مرڪزي آرگنائيزر ۽ 1992ع کان 1995ع تائين چيئرمين رهيو.

1995ع ۾ جي. ايم. سيد جي وفات بعد ٺهيل جڙيل جيئي سنڌ قومي محاذ جو 1995ع کان 1997ع تائين هڪ سال آرگنائيزر ۽ ٻه سال چيئرمئن رهيو ۽ هن وقت جيئي سنڌ قومي محاذ جي هڪ حصي جو چيئرمئن آهي. سنڌ ۾ جي.ايم. سيد جي فڪر پکيڙڻ ۾ سندس وڏو ڪردار رهيو آهي. سنڌ جي سياست ۾ عبدالواحد آريسر ۽ حفيظ قريشي مشهور مقرر مڃيا وڃن ٿا. آريسر صاحب جا ڇپيل ڪتاب اهم آهن: "ٻرهه جو پيغام" (1975ع)، "صدين جون صدائون" (1975ع)، "جي ايم سيد" (1976ع)، "سر ۾ سانجهي وير" (1979ع)، "ٽهڪي نڪتا توهه"، "قومي تحريڪ"، "وريا واهرو" (1981ع)، "مٽيءَ هاڻا ماڻهو" فرانز فينن جي ڪتاب جو ترجمو (1983ع)، "ترم ياترا" (1985ع)، "ڪي نه محبت مات" (1986ع)، "مارين ماريس ڪينڪي"، "مجيب ۽ ڀٽو"، "چانڊوڪيون ۽ جيت" (1987)، "تقريرون" (1989ع)، "قومي تحريڪ" "قومي تحريڪ ۾ رڪاوٽون" (1990ع)، "ڪسان جيئڻ جيئي ڪو" (1998ع)، "روح جا ريلا" (1999ع)، "سر جي صدا سر ۾" (2000ع) ۽ "سچ وڏو ڏوهاري آهي": (مخدوم بلاول جي تحريڪ بابت: 2006) وغيره.

عبدالواحد آريسر قومي سياست ۾ وقت به وقت جيل ڪاٽيا. هو پهريون ڀيرو 11 اپريل 1976ع تي جيل ۾ ويو جتان سيپٽمبر 1977ع ۾ آزاد ٿيو. ٻيو ڀيرو آگسٽ 1979ع ۾ جيل ويو ۽ جولاءِ 1981ع ۾ آزاد ٿيو. ٽيون ڀيرو آڪٽوبر 1992ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ مارچ 1993ع ۾ آزاد ٿيو ۽ چوٿون دفعو 11 آگسٽ 1999ع تي هڪ هفتي لاءِ جيل ويو. ٿرجي هن غريب پورهيت جي پٽ سياستدان، سياست ۾ پنهنجو وقار ۽ عزت بحال رکي آهي.

**آريسر، محمد ايوب فقير:** فقير محمد ايوب آريسر ولد محمد يوسف آريسر جو جنم 1919ع ۾ ڳوٺ هوندو آريسر ۾ ٿيو. شروعاتي تعليم حافظ حمزي ۽ استاد مبارڪ آريسر وٽ قرآن شريف ۽ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ "مظهر العلوم" مدرسه والهيت سانڌن واري ۾ ويو جتي ڪيس عربي ۽ فارسي پڙهائڻ لاءِ مرحوم مفتي عبدالڪريم سانڌ جهڙو استاد مليو. پاڻ شاعريءَ جي شروعات مظهر العلوم ۾ پڙهڻ وقت سندس استاد جي چوڻ تي ڪئي. وڌيڪ تعليم لاءِ مظهر العلوم بدين ويو جتي مولوي غلام علي گرهانگ کان فارسي پڙهيائين. اتان موٽي اچي زمينداريءَ ۾ مشغول ٿي ويو پر سندن شاعريءَ سان گهڻو چاهه رهيو. زماني جي گردش کيس سندس اباڻو ڳوٺ ڇڏڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. پاڻ هوندو آريسر کان لڏي اچي ڳوٺ سوڻ پور ۾ رهيو. سندن وفات به اتي ٿي. هن ڪافيون، وايون ۽ غزل وغيره لکيا. سندس ڪافيون، ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪتاب 'ڪافيون' ۾ ڏنل آهن.

**آريسر، واهي فقير:** واهي فقير جو اصل نالو رحيم ڏنو ۽ ذات آريسر آهي. هي ٿرجي هڪ ڳوٺ وڃهلاڻ جو رهندڙ هو ۽ قائم الدين قلندر جي وقت ۾ هو هندستان جي علائقي مان اٺ چوري ڪري بکيرا شريف آيو جتي انن جا رنگ بدلجي ويا. جنهن تي هو پير قائم الدين قلندر وٽ آيو ۽ اچي ڪاٺش معافي ورتائين ۽ اٺ واپس ڌڻين کي موٽايا ويا. قلندر قائم الدين هن کي چيو ته سانجهي تو وٽ گهوڙن تي ڪي ماڻهو ايندا. سندس چوڻ موجب جڏهن اهي ماڻهو وٽس پهتا ته انهن هن کان پڇيو ته تون ڪير آهين. جنهن تي هن جواب ڏنو آئون واهي آهيان. وري پڇيائون ڪنهن جو؟ چيائين باغ جو. وري ڪاٺش پڇيو ويو ته باغ ڪنهن جو آهي؟ چيائين حسن ۽ حسين جو. ان کان پوءِ انهن کيس سائو پٽڪو ٻڌايو ۽ مٿس واهي فقير جو نالو پئجي ويو. واهي فقير جي مزار درگاهه شريف جي سامهون هيٺاهينءَ تي آهي.

**آري فقير چانڊيو:** آري فقير پٽ پنهون چانڊيو 1920ع ۾ ڳوٺ "ٿر" تعلقي گهوڙاباري، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. ڪجهه وقت انجنيئري کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. ڪجهه وقت مال جو واپار ڪيائين. جوانيءَ ۾ ڪنهن بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي. علاج لاءِ سمن شاهه درويش جي درگاهه تي ويو جتي چاق ٿيڻ کان پوءِ سادائن جون مينهون چارڻ لڳو. آخر پاڻ کيس ڳوٺ وٺي آيو. انهيءَ سڪ ۾ هن ڪلام چيا. جيڪي سنڌي، سرائيڪي ٺيٺ اکرين، قصن ۽ بيتن تي مشتمل آهن.

**آرين جو مذهب:** موهن جي دڙي وارن مهذب ماڻهن جي زندگيءَ ۾ پهريان خلل وجهندڙ آريا چيا وڃن ٿا. ڪيترن محققن جو چوڻ آهي ته آريا اڻ سڌريل ۽ وحشي هئا. هنن جڏهن سنڌي ڪنڌ تي حملو ڪيو تڏهن هتان جا رهاڪو جيڪي نهايت سڌريل ۽ امن پسند هئا. سي سندن حملي کي منهن ڏيئي نه سگهيا ۽ هٿيار ڦٽائي ڇڏيائون. جنگ کان پوءِ جڏهن فاتح ۽ مفتوح ۾ ميلاپ شروع ٿيو تڏهن جيتيل قبيلي جي بلند اخلاقي ۽ سندن تهذيب آرين جي وحشي پڻي تي اثر انداز ٿيڻ لڳي. ڏان جو پڻي قبيلا ملي هڪ ٿي ويا ۽ سندن "سنجوڳ" مان هندو ڌرم جو بنياد پيو جنهن جا اڪثر عقيدا سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي عقيدن سان ملن ٿا. هي سنجوڳ ته گهڻو بعد جو آهي. پر جڏهن آريا برصغير ۾ داخل ٿيا ته پاڻ سان گڏ ڪي عقيدا به آندائون جن ۾ "اگني" (باهه) ديوتا کي مڃڻ جو عقيدو اهم هو. آريا سرد علائقن جا رهواسي هئا. ان ڪري باهه جهڙي قدرتي عنصر جي کين سخت ضرورت هئي ان ڪري باهه کي قائم رکڻ سان سندن گهر گرم رهي سگهيا ٿي. باهه جا اڪثر آتش ڪده به انهن ئي سرد علائقن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

سنڌ هڪ گرم علائقو هئي. باهه ڪاڏي تيار ڪرڻ لاءِ، ته ڪارگر ٿي سگهي ٿي. پر باهه، ڌانگر زندگيءَ کي دوام بخشي نه پئي سگهي. ان ڪري قديم سنڌين کي آرين جا ديوتا ايترو متاثر نه ڪري سگهيا، جيترو هتي جي قديم رهواسين جي ديوتائن آرين کي متاثر ڪيو.

تحقيق مان پتو پوي ٿو ته وقت گذرڻ سان انهن وحشي آرين مقامي ماڻهن جي ديوتائن جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي. سندن عقيدا سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي عقيدن کان بلڪل الڳ هئا. پر هن سرزمين تي ڪجھ صديون گڏ رهڻ ۽ آباد ٿيڻ کان پوءِ سندن عقيدن ۾ زبردست انقلاب آيو ۽ اهي "ڪلر ديوتا" جا پوڄاري آخر "شو" جي پوڄا ڪرڻ لڳا.

محققن جو رايو آهي ته سنڌو ماٿر جي اعتقادن ۽ روحاني تصورن هن سنڌي ڪنڌ کي اهڙو ته ورثو ڏنو جنهن جو غلبو اڄ تائين ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ هتي هن سرزمين تي موجود آهي.

**آريه تاري (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب تاراچند ڏيئومل گاجرا جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 94 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا لکيل آهي. ڪتاب جي ڇاپي جو سال ڄاڻايل ناهي. هري سندر ساهتيه منڊل، شڪارپور طرفان ديوي پرنٽنگ پريس شڪارپور مان ڇپيو.

**آڙنگ:** برسات کان اڳ واري گهٽ، ساوڻ جي مند ۾، عام طرح جولاءِ کان آگسٽ تائين مينهن وسڻ کان اڳ هوا لڳڻ بند ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن ٿوري گهڻي هوا لڳندي آهي ته اُها به اوپر طرف کان. جنهن ۾ گهمَ ۽ گهٽ ٿيندي آهي. ان وقت آسمان ۾ جُهڙ هوندو آهي. ٿر ۾ آڙنگ ٿيو ته مينهن وسندو.

**آڙو:** هڪ قسم جو ميوو. جيڪو سنڌ ۾ گهڻو نه ٿئي. پر بلوچستان ۽ سرحد صوبن ۾ ٿيندو آهي. هيءُ ميوو گرميءَ جي مند ۾ ٿيندو آهي. هي ذائقيدار ميوو آهي. جنهن ۾ وٽامن اي، بي، سي سان گڏ لوهه، چن ۽ فاسفورس جو مقدار وڌيڪ ٿئي ٿو. آڙو طبي لحاظ کان صحت لاءِ نهايت مفيد آهي.

**آڙي** / Coot / *Fulica atra*: 40 سينٽي ميٽر جسامت واري هن آبي پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. سڄو تن ڪارو، چهنب ۽ پيشانيءَ تي اڇي ڇنڊري پاڇري ٿڪيس ٿي هيءَ بدڪ نہ آهي. پر پاڻيءَ ۾ ترندي رهي ٿي. آڙيءَ کي پاسن کان ونگريون هر سطح پاڇريون آهن ۽ پير ڪرنگ کان وڏيڪ سڌا ۽



ڪارگر هوندا آهن. آڙي جڏهن پاڻيءَ تان اڏامندي آهي تڏهن ان کي هوا جي ڪلهن تي جڳهءِ طرح سان سوار ٿيڻ ڏاڍين پاڻيءَ تي پير هڻي ڊوڙڻو پوندو آهي. پر پوءِ ان جي اڏار ڏاڍي سٺي هوندي آهي. آڙي اڪثر ڪليل پاڻيءَ تي ايندي آهي ۽ سياري ۾ وڏا ولر ٺاهي رهندي ٿي.

**آڙي بسنت (راڳڻي)**: مشر ميل راڳڻي، جنهن ۾ پنجم ورج ٿيل آهي. امروهي ۾ پنجم سان رکب ممنوع آهي. رکب ڪومل باقي سڀ سُر شُڌ آهن هي اوڙو راڳڻي آهي.

هن راڳڻي جو خاص سرگم هي آهي: ني سا گاما- گاما ڌاني- ساني ري- ساني ڌاما- گاما گاري — ساني ساما- گاما گاڌا. ني ري سا

هن راڳڻي جي آروهي ساني ري ساني ڌاما گاري سا ۽ امروهي ني سا گاما ڌاني سا آهي. هونئن تہ هي راڳڻي هر وقت ڳائي سگهجي ٿي پر گهڻو ڪري هي راڳڻي شام جي وقت ڳائجي ٿي.

**آڙي ڪاپ**: اصل ۾ انگريزي لفظ "Aid de camp" جو بگاڙ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "ڪنهن ۾ آفيسر جو مددگار ملازم". سنڌي محاوري ۾ "آڙيڪاپ" لفظ، چالاڪ، هوشيار ۽ خفتي ماڻهوءَ جي لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

**آڙيڪو**: "پوک" جو اصطلاح. ڪنهن زمين کي رڃائڻ لاءِ پاڻي چڙهيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن ان زمين ۾ اڳ صحيح ترتيب سان ڪو بنو ٻارو ٺهيل نہ هوندو تہ پوءِ اهڙيءَ زمين ۾ چڙهيل پاڻيءَ جي اڳيان ٿورو پرپرو وجي هڪ وڏو بنو ٻڌبو آهي. جنهن کي "آڙيڪو" چوندا آهن.

**آزاد انور ڪانڌڙو**: هن جو اصل نالو علي انور ڪانڌڙو آهي. هو 6 مارچ



1980ع تي ڳوٺ احمد خان ڪانڌڙي، تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. ايم.اي سنڌي ادب ۾ ڪئي اٿس. هو سنڌ جو سڄاڻ صحافي ۽ ليکڪ آهي. سندس مضمون ۽ مقالا سنڌ جي مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن. هو هن وقت صحافي آهي ۽ ميهڙ ۾ رهي ٿو. هن جي ڇپيل ڪتابن ۾ "ڪرتيءَ جو شهيد" (شخصيت 2005)، "ڪمعجاز جتوئي: محب وطن سياستدان" (2006ع)، "سمي صحرا سمي دريا"(استاد بخاريءَ جي نثري تحريرن جي ترتيب: 2007ع)، "سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون" (الهداد ٻوهيي جي مضمونن جي ترتيب: 2008ع) شامل آهن. جڏهن تہ ڪجهہ ڪتاب اڻ ڇپيل صورت ۾ وٽس موجود آهن. جن مان "مولانا گراميءَ جون تحريرون" سنڌي ادبي بورڊ ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**آزاد بخاري**: نوجوان شاعر ۽ ڪهاڻيڪار آزاد بخاري جو اصل نالو



عبدالڪريم شاهہ آزاد بخاري آهي. هن چڪ ضلعي شڪارپور ۾ پهرين مئي 1966ع تي جنم ورتو. هن بي ڪام 1985ع ۾، ايم. اي سنڌي 1987ع ۾، اي. ايم. سي 1994ع ۾ پاس ڪئي. شڪارپور جي هاءِ اسڪول عبدوءَ ۾ ڊرائنگ ماسٽر آهي. هن شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻيون ۽ ڪالم لکيا ۽ ڪيترا ترجما پڻ ڪيا آهن. سندس ڪهاڻين جو مجموعو "سنڌر ناري" 1986ع ۾ ڇپيل آهي. هن جو ٻارن لاءِ ڪتاب "خوشبو ۽ ٻار" 2008ع ۾ ڇپيل آهي. هن وقت چڪ شهر ۾ رهائش اٿس.

**آزاد، برڪت علي ڪامريڊ**: (1917-1998) سنڌ جو مشهور ترقي پسند اديب، شاعر، صحافي ۽ بيباڪ سياستدان. جيڪو پيدا تہ ڀارتي صوبي



پنجاب جي امرتسر شهر ۾ ٿيو پر سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ ٺيٺ سنڌي بڻجي ويو. سنڌ جو شيدائي، سنڌي ٻوليءَ جو شاعر ۽ ترقي پسند اديب ٿي گذريو آهي. پرائمري ۽ ديني تعليم سنڌيءَ ۾ حاصل ڪيائين. 1930 ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول جيڪب آباد مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. هن کي ننڍي هوندي کان ئي انقلابي تحريڪن ۾ حصي وٺڻ جو شوق هو. ترقي پسند ۽ انقلابي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ ڪري ڪئين دفعا جيل ڪاٽيائين. ادبي لحاظ کان سندس شمار سنڌ جي ترقي پسند اديبن جي پهرينءَ قطار ۾ ٿئي ٿو. 1941ع ۾ روسي اديب "گروپا تڪن جي ڪتاب" جو "نوجوان ڏاڍهن" عنوان سان ترجمو ڪيائين. جنهن ڪتاب جا محمد ابراهيم جويي جي مهاڳ سان ڇهن کان وڌيڪ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" مهاتما گانڌيءَ جي آشرم ۾ بہ ڇهہ مهينا ڪن تربيت حاصل ڪري 1935ع ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ڪجهہ عرصو قيد رهيو. ان ساڳئي وقت پير صبغت الله شهيد بہ جيل ۾ قيد هو. ڪامريڊ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ لکندو رهيو. سندس شاعري ۽ مضمون ڇپجندا رهيا. سکر ۾ وڏي لائبريري هئس. هن جي رهائش سکر ٽوڙي جيڪب آباد ۾ هئي. پاڻ 7 مارچ 1998ع تي وفات ڪيائين.

**آزاد، حنيف**: قائداعظم جو ڊرائيور فلمي اداڪار. آزاد حنيف، 16 آڪٽوبر 1916ع تي، دهليءَ ۾ ڄائو. پنهنجي نوجوانيءَ ۾ ئي، جڏهن هن اڃا تعليم بہ مڪمل نہ ڪئي هئي. روزگار جي تلاش لاءِ عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين ۽ بعد ۾ ڊرائيوريءَ ۾ مهارت حاصل ڪري ٻن وڏن ادارن سان لاڳاپيل رهيو. آزاد حنيف ٻاروتڻ کان وٺي باغ بهار شخصيت جو مالڪ هو. هن

پهريون دفعو گڏيل هندستان ۾ ٺاهيل فلم "حقدار" ۾ هڪ مختصر ڪردار ادا ڪيو. جيڪو ڪيس. فلمي دنيا ۾ متعارف ڪرائڻ جو سبب بڻيو. انهن ئي ڏينهن ۾ هو قائداعظم سان ويجهو ٿيو ۽ هڪ وڏو عرصو قائداعظم جي ڊرائيور جي حيثيت ۾ گذاريو.

قائداعظم جي وفات کان پوءِ پاڪستاني فلمن ۾ ڪم ڪندو رهيو. سندس مشهور فلمن ۾ "محبوبه"، "قاتل"، "گوڪي"، "ڪنواري"، "ڪلرڪ" ۽ "ڪارنامو" شامل آهن. سيپٽمبر 1986ع ۾ وفات ڪيائين.

**آزاد صوفي**: مشهور سنڌي ڳائڪ. سندس اصل نالو بي. بي. دريانائي آهي. 15 فيبروري 1930ع ۾ خيرپور، سنڌ ۾ ڄائو. مختلف سرن ۾ گيت ڪمپوز ڪري ڳايل اٿس. هن ماسٽرس وائس پاران سندس ڪيترائي رڪارڊ پرڀل آهن. ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنڌي سنگيت جا پروگرام ڪيائين ۽ هندستان جي مختلف ريڊيو اسٽيشنن تان آزاد صوفيءَ جا ڳايل ڪلام اڪثر نشر ٿيندا رهندا آهن. 1968ع کان 1978ع تائين سندس ڪلامن جا "تار ماتا تار"، "ست نارائڻ جي ڪٿا"، "صوفين جي سوغات" ۽ "شو راتري مهاتم" ڪتاب شايع ٿيل آهن.

**آزاد صوفي**[2]: اصل نالو گل محمد، ذات ميمڻ. بکيرا شريف ۾ ڄائو. "آزاد صوفيءَ" جي نالي سان مشهور هو. استاد ۽ صحافي ٿي رهيو. سندس ڪجهه ڪتابڙا به ڇپيل آهن: جن ۾ "جاگرافي عمرڪوٽ ۽ ڇاڇرو" ۽ "حضرت عبدالقادر جيلاني" وغيره شامل آهن. بکيرا شريف مان "صوفي گزيٽ" نالي اخبار جاري ڪيائين. سنڌي، اردو، انگريزي، فارسي ۽ عربي ٻولين جو ڄاڻو هو. مفت شفاخانو هلائيندو هو. گيڙو پٽڪو، گيڙو پهراڻ ۽ گيڙو الفي سندس مخصوص لباس هو جيڪو ملازمت دوران به پهريندو هو. نهايت ئي سنجيدو شخص هو. 1971ع ۾ وفات ڪري ويو.

**آزاد قاضي**: عبدالاحد ولد محمد حسن جوڻيجو، جنهن کي ادبي دنيا ۾ آزاد قاضيءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. 15 نومبر 1956ع تي قاضي ڏڏڙ



تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ ورتي. بعد ۾ مئٽرڪ 1971ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول بابهه مان پاس ڪيائين. لائبريري سائنس ۾ ماسٽرس 1983ع ۾ ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) 1995ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پنجن سالن لاءِ پروجيڪٽ ريسرچ طور به ڪم ڪيو اٿس. جنهن دوران چيئر جا 6 ڪتاب ڇپرائڻ ۾ سندس هٿ رهيو. ماهوار "ڇاپو" ڪراچيءَ جي ايڊيٽر طور 6 پرچا ۽ سومل پبليڪيشن جي ايڊيٽر طور 4 پرچا ڇپائي چڪو آهي.

آزاد قاضيءَ 1973ع کان شاعري شروع ڪئي. ابتدا ٻاراڻي شاعريءَ کان ڪيائين. نثر جي ابتدا ڪهاڻيون لکڻ سان 1975ع ۾ ڪيائين. هن پنهنجو اشاعت گهر حيدرآباد، رني ڪوٽ پبليڪيشن حيدرآباد، فڪر نؤ پبلشنگ هائوس ڪراچي، جي.ايم. سيد لٽريري سوسائٽي ڪراچيءَ طرفان 50 کن ڪتاب ڇپايا آهن. سندس طبع زاد، ترجمي ۽ ترتيب ڏنل ڪتابن مان ڪجهه اهم ڪتاب هي آهن: "سوڀ سڌائين سچ جي" (تنقيد)، "سنڌ جون انقلابي عورتون"، "انقلابي ماءُ" (ترجمو)، "قول فيصل" (ترجمو)، "ڪٻرل ازم ۽ انقلاب دشمني" (سياسي تنقيد)، "لامون لتهن ون سنڌيون" (ترتيب)، "سنڌ جو آواز" (ترتيب)، "جي.ايم.سيد جي جدوجهد ۽ نيشنلزم" (ترتيب)، "جي.ايم. سيد ڊاڪٽر درشهوار سيد جي نظر ۾" (ترتيب) وغيره. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ استاد آهي.

**آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي**: هيءَ سنڌ ۾ ڇپائيءَ جو اهم ادارو آهي، جنهن جو بنياد 1990ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وڌو ويو. نور احمد ميمڻ ۽ بدر الدين هيسبانيءَ ان زماني ۾ ايپل مئڪنٽاش ڪمپيوٽر تي سنڌي ٻوليءَ جو پنهنجو سافٽ ويئر تيار ڪري ورتو ۽ ان سافٽ ويئر جي خوبصورت فانٽن سان آزاد ڪميونيڪيشنز جي نالي سان پرنٽنگ جو ادارو قائم ڪيائون. طباعت جي دنيا ۾ هن اداري نوان لاڙا متعارف ڪرايا ۽ سنڌي ڪتابن جي ڇپائيءَ جو معيار انگريزيءَ ۽ اردو ڪتابن جي مقابلي ۾ آندو. ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سنڌي ٻولي اٿارٽي، سنڌي ادبي بورڊ ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جا ڪافي ڪتاب هن اداري شايع ڪيا آهن. هيستائين اداري جي ڇپيل ڪتابن جو تعداد هزارن ۾ آهي. هن اداري پاران ماهوار "سهڻي"، "پرک"، "پروڙ"، "ٿڌون نيڻ"، "سارس"، "الفاروق"، "سنڌ فورم" ۽ ٻين ٽنهين وقتن رسالن جي ڇپائي پڻ ڪئي وئي آهي. مشهور اشاعتي اداري "سنڌيڪا" جا ڪتاب ستاءِ، گيٽ اپ، لي آئوٽ خوبصورتيءَ ۾ سڀ کان اڳرا ليکيا ويندا آهن. جيڪي ڪتاب پڻ آزاد ڪميونيڪيشنز ذريعي ڇپجي پڌرا ٿيندا رهيا آهن. هيءُ ادارو نئشنل بوڪ فائونڊيشن پاران مختلف وقتن تي بهترين طباعت جا ايوارڊ پڻ حاصل ڪندو رهيو آهي.

**آزاد گهرجي وطن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور شاعر خاڪي جوڻيجي جو پهريون شعري مجموعو آهي. هن ڪتاب




جي اهميت اها آهي ته ان ۾ 140 بندن تي مشتمل طويل نظم جو تجربو ٿيل آهي. سنڌ جي حوالي سان حب الوطنيءَ جو هڪ شاهڪار نظم آهي. ڇاپو پهريون غلام حيدر جوڻيجو، پرفيڪٽ پرنٽرس حيدرآباد مان 1973ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو مهاڳ برک دانشور محمد ابراهيم جوڻيجي جو "خاڪيءَ جو خيال" عنوان سان لکيو هو. هن شعري مجموعي جا ڪيترا ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن. عنوان واري نظم کي مخصوص ڌن سان جيجي زرينه ڳائي، سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور ڪيو ۽ اڪثر قومي جلسن ۾ هي نظم ڳائجڻ لڳو.

**آزاد، محمد رمضان**: اصل نالو محمد رمضان، ولد ابوبڪر ميمڻ شاعر ۽ صحافي. 10 جنوري 1907ع تي خيرپورناٿن شاهه ۾ ڄائو. سٺو صحافي ٿي رهيو. سندس هيٺيون تصنيفون مشهور آهن: (1) دربار مدينه (شاعري)، (2) اُمنگ (متفرق موضوع). 1967ع ۾ گذاري ويو.

**آزاد منزل**: هي ڪوٽ ڏيجيءَ پرسان هڪ خوبصورت محل جهڙو بنگلو هو جيڪو مير علي نواز "ناز" ٺهرايو هو. شهر ڪوٽڏيجيءَ پرسان ديهه "حسين آباد" ۾ هي بنگلو 1828ع جي لڳ ڀڳ تعمير ڪرايو ويو. جنهن جي پرسان هڪ وڏو باغ به هو. بنگلي جون ديوارون چٽساليءَ ۽ سهڻين ڊزائينن سان آراسته هيون. مير علي نواز اتي اچي راڳ به ٻڌندو هو ته شاعرن سان محفلون به ڪندو هو. هن ئي ان بنگلي تي "آزاد منزل" نالو رکيو هو. هن وقت بنگلو اجڙي چڪو آهي.

**آزاد نظم:** آزاد نظم، جديد شاعريءَ ۾ نظم جي صنف جو هڪ نمونو ۽ جديد شاعريءَ جي هڪ نئين روايت آهي. دنيا جي سڀني وڏين زبانن ۾ آزاد نظم لکيو وڃي ٿو.

آزاد نظم اصل ۾ 19 صديءَ جي آخر ۾ فرينچ شاعريءَ جي "علامت نگاريءَ" (Symbolism) واريءَ تحريڪ سان گڏ نئين رنگ ۾ ظاهر ٿيو ۽ ان جو باني فرانسز گرفن (Francis Viele Graffin) نالي آمريڪي شاعر هو، جيڪو پئرس ۾ رهندو هو ۽ فرينچ ٻوليءَ ۾ شاعري ڪندو هو. هن فرينچ شاعريءَ جي سخت گير قاعدن ۽ ڪلاسيڪل (Alexandrine) روايتن کي هڪ ڌڪ سان ختم ڪري ڇڏيو ۽ ان ۾ انگريزي بحرن (meters) جو استعمال ڪيو. هن پنهنجي نئين تجربي کي Le verse est libre سڏيو ۽ عام طور فرينچ آزاد شاعري سڏڻ لڳا. "ورس لبري" جو بنياد، پدن (syllables) جي تعداد واري اصول بدران لفظن جي نغمگيءَ تي رکيو ويو، جنهن موجب وزن جو ايڪو (prosodic- unit) رڪن/ ماترا (foot) يا مصرع (line) بدران فقري (pharse) کي بنايو ويو ۽ قافيي (rhyme) کي اختياري (optional) حيثيت ڏني وئي.

آزاد نظم، فرانس مان انگلنڊ ۽ آمريڪا پهتو بودليئر جي آزاد نظمن جي پهرئين مجموعي "ليوز آف گراس" (Leaves of Grass) کي ابتدا ۾ يورپ جي نقادن شاعري ئي تسليم نه ڪيو پر اڳتي هلي ان وڏي شهرت ماڻي. هن جي شاعري "فري ورس" (Free verse) يعني آزاد نظم جو مڪمل نمونو آهي.

نئين ڪنڊ ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ آزاد نظم جي لهر انگريزي شاعريءَ جي مطالعي سان آئي، جنهن جي ابتدا مرزا قليچ بيگ ڪئي. هن انگريزيءَ جا ترجما ڪيا ۽ ڪي طبعزاد نظم به لکيا. نظم جي هيءَ هيئت سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافي مقبول ٿي، جديد دور جي پيچيدي ماحول ۾ انسان جي ڏکن ۽ دردن جو دائرو وسيع ٿي ويو آهي. سوچ، احساس ۽ جذبن ۾ پڻ پيچيدگي اچي وئي آهي. پابند نظم ان قسم جي خيالن ۽ احساسن جي اظهار لاءِ موزون هيئت ثابت نه ٿيو. ان ڪري احساسن جي اظهار ۽ وسعت واري تصوّر "آزادي نظم" کي مقبوليت ڏني، جنهن ۾ قافيي ۽ رديف جي آزادي آهي.

ڪن اديبن جو رايو آهي ته سنڌي شاعريءَ ۾ 1937ع ڌاري سوڀراج "فاني" پهريون آزاد نظم لکيو. جڏهن ته نصير مرزا جي راءِ موجب مرزا قليچ بيگ جو نظم "مُني" آزاد نظم جو پهريون نمونو آهي. بهرحال سنڌي شاعريءَ ۾ آزاد نظم جا جديد باني نارائڻ شيام، شيخ اياز، هري دلگير ۽ شيخ راز آهن. ان کان پوءِ ارجن شاد، سگهن آهوجا، شمشيرالحيدري، بشير موريائي، سراج، بردي سنڌي، گوردن محبوباڻي، تنوير عباسي، ابرڪمل، موهن ڪلپنا، عبدالحڪيم ارشد، امداد حسيني، تاج بلوچ، استاد بخاري، الطاف عباسي، سرويچندر شاد، نعيم دريشاڻي، سحر امداد ۽ ٻين ڪامياب آزاد نظم لکيا آهن. اياز گل، نصير مرزا، آڪاش انصاري، آسي زميني، وسيم سومرو، حسن درس، مظهر لغاريءَ ۽ ٻين به اثرائتا آزاد نظم لکيا آهن.

سنڌيءَ ۾ آزاد نظم تي قابل ذڪر ڪم شمشيرالحيدريءَ "سنڌي آزاد نظم جي اوسر" نالي ڪتاب لکي ڪيو آهي. ان کان سواءِ منگهارام ملڪاڻي، غلام محمد گرامي، شيخ عبدالرزاق راز، ارجن شاد، تنوير عباسي ۽ تاج جوئي پڻ شاعريءَ جي هن صنف تي ڪافي مضمون لکيا آهن.

آزاد نظم بابت عام غلط فهمي اها آهي ته اهو هر پابنديءَ کان آزاد آهي. ان ڪري نوان شاعر پنهنجن جذبن جو عام اظهار آزاد نظم ۾ ڪن ٿا، ليڪن آزاد نظم جي نالي ۾ لکيل هر شعر "آزاد نظم" سڏي نٿو سگهجي. آزاد نظم حقيقت ۾ نظم جي گهاڙيٽي ۾ انقلاب، تجربي جي نواڻ بلڪ جديد نظم جي توسيع (extension) آهي. ان ۾ خيال جي مسلسل اڱام جي راهه ۾ رنڊڪ بڻجندڙ ڳالهين، رديف، قافيي ۽ بحر جي قيد ۽ سخت گير قاعدن کي هٽائي، ترنم جو انداز اختيار ڪيو ويو آهي. يعني ترنم يا ردم، اچارن وسيلي پيدا ٿئي ٿو. تنوير عباسي لکي ٿو ته "لهجي (Accent) ۾ ٽي جزا هوندا آهن: اوچائي (pitch)، شدت (intensity) ۽ وقفو (duration). اچار جو وقفو ئي آهي، جيڪو آزاد نظم جي ردم جو بنياد آهي. اهڙيءَ طرح آواز جي بلنديءَ يا جوٽيءَ جو لاهه چاڙهه ئي نغمگيءَ يا ردم جي ڪيفيت پيدا ڪندو آهي ۽ اها ڪيفيت لفظن جي اندروني ردم يعني مصرعن/ سٽن ۾ عروضي/ ماترڪ/ ميترڪ رڪنن جي گهٽ وڌائيءَ سان پيدا ڪبي آهي.

آزاد نظم ۾ مقرر 'بحر' نه هوندو آهي، پر ان جي سٽن ۾ وزن جي رڪنن جو تعداد مقرر نه هوندو آهي. هر سٽ ۾ ضرورت موجب گهٽ وڌ رڪن ڪم آندا آهن ته جيئن آزاديءَ سان خيال کي بيان ڪري سگهجي.

**آزادي:** آزاديءَ جو عام مفهوم اهو آهي ته انسان جمڻ کان وٺي مرڻ تائين آزاد آهي. جيڪڏهن پابند آهي ته فقط فطرت جي مثلاً ساهه کڻڻ، وڌڻ ويجهڻ ۽ مرڻ جي معاملن ۾، باقي سڀني ڳالهين ۾ هو آزاد آهي. سندس سوچ ويچار، اُٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، گهمڻ ڦرڻ، فطرت جي مظاهر سان روشناس ٿيڻ ۾ هر طرح آزاد آهي. پر اسين جنهن معاشري ۾ رهون ٿا، اهو سڄو ئي پابندين جو مجموعو آهي. جيڪي خود انسان جون ئي گهڙيل ۽ ٺاهيل آهن. انهن ۾ به گهڻي قدر انساني فطرت کي عطا ٿيل آزاديءَ تي ڪاٿ پابندي پيل نه آهي. مثال طور سوچڻ ويچارڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ جهڙين نعمتن ۾ انسان کي هر ملڪ جي قانون ۾ آزادي مليل آهي. انهيءَ لحاظ سان خودبخود تحرير ۽ تقرير جي آزاديءَ جو حق ملي وڃي ٿو. ملڪي آزاديءَ کان پوءِ مذهبي آزاديءَ ۽ تحرير ۽ تقرير جي آزاديءَ لاءِ هيٺينءَ طرح فضا قائم ڪئي وئي آهي:

مذهب جي آزادي: هر فرد کي پنهنجي مذهب موجب زندگي گذارڻ جي "مذهبي آزادي" آهي. لفظ "آزادي" جو عام طور تعلق سياست سان ٿئي ٿو. تاهم ان جو دائرو وسيع آهي، جنهن ۾ تاريخ، مذهب، تعليم ۽ اقتصاديات به اچي وڃن ٿيون. سياسي اصطلاح موجب آزاديءَ جو مطلب اهڙي "آزادي" آهي جيڪا معاشرو ڪنهن فرد مٿان استعمال ڪرڻ ۾ حق بجانب هجي يعني "شهري ۽ سماجي آزادي". آزادي، غلاميءَ جو ضد آهي. هربرٽ اسپينسر لکيو آهي ته "هر انسان پنهنجي مرضيءَ ۽ عمل ۾ آزاد آهي. بشرطيڪ اهو ٻين انسانن جي آزاديءَ ۾ دست اندازي نه ڪري جيڪا کين حاصل آهي."

14 آگسٽ 1947ع تي قائداعظم، پاڪستان جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ پنهنجي پهرئين خطاب ۾ چيو هو ته "پاڪستان ۾ اقليتن کي مڪمل آزادي هوندي. اهي پنهنجي عبادت گهرن ۾ وڃڻ ۽ عبادت ڪرڻ ۾ آزاد هوندا. ڪير ڪهڙي به فرقي سان واسطو رکي، ملڪي مسئلن جو ان سان تعلق نه آهي. اسين سڀ هڪ ملڪ جا شهري آهيون ۽ ان ۾ برابر جا شريڪ آهيون."

پاڪستان جي آئين ۾ پڻ مذهبي آزاديءَ بابت هڪ مستقل شِق موجود آهي، جنهن تحت ڪنهن به ماڻهوءَ کي تعليمي ادارن ۾ اهڙي مذهب جي تعليم يا عبادت لاءِ مجبور نٿو ڪري سگهجي، جيڪو هن جو پنهنجو نه آهي. مذهبي اختلاف يا مذهب جي نالي تي شهرين تي ڪاٿ پابندي نه لڳائي ويندي. مذهبي ٽئڪس نه ورتو ويندو. هر مذهبي فرقي کي پنهنجا عبادتگاهه ٺاهڻ، انهن جي حفاظت ڪرڻ ۽ انهن ۾ عبادت ڪرڻ جو پورو حق حاصل هوندو. قانون، امن ۽ اخلاق جي حدن اندر رهندي، هر ماڻهو پنهنجو مذهبي پرچار ڪري سگهي ٿو.

تقرير ۽ تحرير جي آزادي: شهرين کي پنهنجي خيالن جي اظهار جو حق حاصل آهي. انهيءَ شرط سان ته اهي خيال قانون ٽوڙڻ لاءِ نه هوندا.

تاريخ مسلسل ٻڌائي ٿي ته عوام گهڻو ڪري تحرير ۽ تقرير جي

آزاديءَ جي حق کان محروم رهيا آهن. جنگ جي زماني ۾ نه انهيءَ حق تي جمهوري ملڪ به پابنديون لڳائي ڇڏيندا آهن. آزادي انسان جو فطري حق آهي. ان حق لاءِ دنيا جي ڪيترين غلام قومن، سامراجي قومن سان ٽڪر کائي، تاريخ جي هر دؤر ۾ آزادي حاصل ڪئي آهي.

**آزادي**[2](ڪتاب): آزادي نالي سان هڪ ڪتاب حبيب الله رحيم بخش مرزا "حبيب" جو ترجمو ڪيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 246 صفحا آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، نسيم بڪ ڊيپو حيدرآباد طرفان سال 1970ع ۾ ڇپيو.

**آزاديءَ جو پيغام**(ڪتاب): هن نالي سان عبدالرزاق قاضيءَ جو لکيل ڪتاب، ڊيمي سائيز ۾ 32 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت پنج آنا ڇاپايل اٿس. ڪتاب جو پهريون ڇاپو الوحيد پريس، ڪراچيءَ مان 1922ع ۾ شايع ٿيو.

**آزاديءَ جي تحريڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هادي بخش ميمڻ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري ڪتاب ۾ 109 صفحا آهن ۽ قيمت 70 پئسا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، آر ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد سال 1956ع ۾ ڇاپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو به آر ايڇ احمد اينڊ برادرس 1966ع ۾ حيدرآباد مان شايع ڪيو.

**آزاديءَ جي ڪوڏي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پيرومل مهرچند آڏوانيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپايل آهي. رتن ساهتيه منڊل جي طرفان ريلوي ليبر پريس، ڪراچيءَ مان 1938ع ۾ ڇپيو.

**آزاديءَ جي لڙاڪن ڏانهن خط** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڄڻ پرڪاش نارائڻ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. هن ۾ 60 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، هندستان ساهتيه آستان ڪراچيءَ وارن جنتا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان 1947ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**آزاديءَ جي يڌ ۾ سنڌ جو ڀاڱو**(ڪتاب): يعني "آزاديءَ جي تحريڪ ۾ سنڌ جو حصو". هيءُ ڪتاب هندستان ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري اديب ٻلديو گاجرا جو لکيل آهي. ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ 210 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت 50 روپيا اٿس. ڪتاب جو جلد پڪو آهي. هيءُ ڪتاب 1985ع ۾ بمبئيءَ (ممبئيءَ) مان ڇپيو. ڪتاب جي نالي مان ئي معلوم ٿئي ٿو ته انگريزن کان آزاديءَ جي جدوجهد ۾ سنڌي ماڻهن جي حصي وٺڻ جو تفصيل هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ به ڇپيل آهي.




**آزاديءِ قوم**(ڪتاب): هيءُ سنڌ جي قومي اڳواڻ ۽ شاعر حيدربخش جتوئيءَ جو قومي خيالن تي مشتمل شعرن جو مجموعو آهي. هيءُ ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد سان ڇپيل آهي. جنهن ۾ 64 صفحا ۽ قيمت ڏيڍ روپيو ڇاپايل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌ پراونشل هاري آفيس پاران هاشمي پريس، حيدرآباد مان 1947ع ۾ ڇپيو ۽ وقت جي سرڪار پاران بندش هيٺ آيو.

**آزاديءَ کان پوءِ سنڌي غزل جي انتخاب**: هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعر ارجن "حاسد" لکيو آهي. جيڪو ساهتيه اڪادمي، نئين دهليءَ پاران 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن 182 صفحن تي مشتمل



ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي ابتدا ۾ ارجن "حاسد" 20 صفحن جو تفصيلي مواد لکيو آهي. جنهن ۾ غزل، ان جي فن، سنڌي غزل جي مختصر ڄاڻ ۽ ورهاڱي کانپوءِ هندستان ۾ لکيل سنڌي غزل جو ڀرپور جائزو ورتو آهي. آزاديءَ کانپوءِ لکيل سنڌي غزلن جي هن انتخاب يا انٿالاجيءَ ۾ 54 شاعرن جا غزل ڏنل آهن جن ۾ هري دلگير، هوند راج، دکايل ۽ شريڪانت "صدف" لعا هٿليائي "هجاب" ۽ ونود آسوداڻي" ڄاڻين شاعر ابي رجن ٿا.

**آزاديءَ ۾ اسير**: هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر شمس الدين عرسانيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. لوس پبلشرز حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2003ع ۾ شايع ٿيو 197 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا ڇاپايل آهي.

**آزر**: بني اسرائيل جو هڪ اهڙو شخص، جيڪو بت تراش هو ۽ پوڄا لاءِ بت ناهيندو هو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو والد ڄيو وڃي ٿو ۽ ڪن روايتن موجب حضرت ابراهيم عليه السلام جو چاچو هو.

**آسا**: سنڌ توڙي هند جي راڳ جي نظام ۾ هڪ راڳڻي يا راڳ، جيڪو صبح جو ڳايو ويندو آهي. لفظ "آسا" (سنسڪرت "آشا") جي معنيٰ ٿي آهي اميد، آرزو، تمنا، خواهش وغيره. تنهنڪري هن راڳ کي آس ۽ اڌمن جو راڳ به چيو ويو آهي. راڳ جي ڪتابن موجب هڪڙا راڳ ۽ راڳڻيون، جيڪي فقط ڪنهن هڪ علائقي ۾ رائج هوندا آهن. تن کي ديسي راڳن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. مثال طور سنڌ ۾ مولود، مورا، راڻو، ڪوهياري وغيره ديسي راڳڻين ۾ شمار ٿيندا آهن بيا راڳ "مارڳ راڳ" سڏبا آهن. جن مان ڪن راڳن جا نالا هي آهن:ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ، کنڀات، سري راڳ، سهڻي، سارنگ، پرڀاتي، آسا، پورب وغيره. "آسا" جو سر به "مارڳ سرن" ۾ شامل آهي.

آسا راڳڻي، سنڌ ۾ اڳاٽي وقت کان هلندڙ آهي ۽ ان ۾ عوامي قصا ڳايا ويا آهن. لعا "ٺيٺ سنڌي آسا". هندستاني راڳ جي "آسا" سان ملندڙ آهي. پر ٿوري فرق سان جو "سنڌي آسا" جي الڳ صورت ظاهر ٿي آهي. سنڌ جي ٺيٺ سنڌي آسا ۾ بانڪي شاهه بهرام جي ڳالهه ڳائيندا هئا. ڪافين ۽ ڪلامن جي موضوعن جي لحاظ سان عام ڳائڻ ۾ به "آسا" کي "آس ۽ اڌمن" جي راڳڻي چيو ويو آهي. ان روايت موجب ئي خليفي نبي بخش صاحب پنهنجي رسالي جو "سر آسا" جنهن بيت سان شروع ڪيو آهي، تنهن جي پهرين سٽ آهي:

"آسا ڪر الله جي، در در ٻين م دانهن"

شاهه لطيف جي راڳ ۾ راڳ توڙي موضوع جي لحاظ سان "سر آسا" جيئن ڳائجي ٿو ته اهو هندستاني راڳ جي "ٺيٺ آسا" معلوم ٿئي ٿو شاهه جو "سر آسا" هڪ وڏو معنوي سر آهي ۽ ان جي بيتن ۾ حقيقت جا ڳوڙها معنوي اشارا ڏنل آهن. هن سر ۾ ڪنهن روايتي پس منظر ۽ ماحول بدران تصوف جي رازن ۽ رمزن وارو فڪر سمايل آهي. جنهن ۾ مجاز ۽ حقيقت جي مثالن، صوفيائي فڪر جي باريڪ اشارن ۽ سالڪن جي سلوڪ وارين منزلن ۽ مرتبن جا اهڃاڻ ڏنل آهن. ان کان سواءِ "مجاز" جا مختلف پهلو پڻ نروار ڪيل آهن.

ڪامل بصيرت وارن سالڪن کان سواءِ ٻين جي نظر ناقص آهي. جو اهي جزن کي ڏسندي، ان ڏسڻ ۾ رهجي ويا ۽ "ڪل" کي ڪين سڃاتائون.

هن ۾ محبت جو راز ۽ ان راز يا لڪ جي ماهيت ڏانهن اشارا آهن. خاص طرح سالڪ جي "تسليم ۽ رضا" واري منزل ۽ مرتبي جا اهڃاڻ آيل آهن.

مطلب ته "سر آسا" گرو ۽ ڳوڙهو معنوي سر آهي ۽ هن سر ۾ تصوف

جو اعليٰ فڪر سمايل آهي. انهيءَ لحاظ سان، هن سرجي معنوي اهڃاڻن تي پنائيءَ ڪان اڳ سنڌ جي عارفن ۽ سالڪن بيت چيا هئا، جن ۾ قاضي قادن ۽ شاهه ڪريم ابهي وجن ٿا.

**آسا پورا:** هنگلاج جي پنڌ ۾ اگور ندي ٽپڻ کانپوءِ ۽ هنگلاج مندر کان ٿورڙو پهرين آساپورا ماڳ آهي. آسا پورا پهچڻ ڪان اڳ هڪ چپ جي اوٽ ۾ ابڪلهه هنومان جي مورتي رکي آهي. هتي ئي گڻيش جو آستانو به آهي. آساپورا جي معنيٰ آهي، جتي خواهش پوري ٿئي. آسا پورا پهچڻ جي معنيٰ آهي هنگلاج پهچڻ.

بليموريا، آساپورا پهچڻ کان اڳ جبلن ۾ هڪ هنڌ سوزب بيگم Soozab Begum ۽ ممگا ديوي Mumga Devi نالي سڄندڙ هڪ پٿر جي آڏو "ٽشين ۽ ڏاڳن جي پيتا ڏيڻ" واري رسم جو به ذڪر ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته نديءَ ۾ ٿورو اڳتي تنديڙيون پٿريون ليچن ٿيو جن تي اڃو ڏاڙو هوندو آهي ۽ ياتري اهو سمجهي انهن کي چوندپندا آهن ته اهي ديوتا سدا شوا سان واسطو رکندڙ آهن. آسا پورا وٽ ورت چوڙيو وڃي ٿو جيڪو اگور کان هلڻ وقت رکيو ويو.

**آسار سٽڻ:** تعلقي کيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آسان علاج** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ ۾ طب تي لکيل آسان ڪتاب هي، ڪتاب حڪيم شمس الدين جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ مٿي ڪان وٺي پيرن تائين هر بيماريءَ جا سبب، ان جي تشخيص، علاج، پرهيز ۽ غذا ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1940ع ۾ پيپلز پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ۾ ڇپيو هو، ڇاپي ۾ 372 صفحا آهن. اهو ڊيمي سائيز ۾ آهي ۽ قيمت به روپيا ڏنل آهي. 1947ع ۾ طبي ڪمپني، حيدرآباد پاران حڪيم شمس الدين پيهر ڇاپيو. انهيءَ ڇاپي ۾ 222 صفحا آهن. اهو ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي. هن وقت اهو ڪتاب 500 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اڄ به مقبول آهي. تازو ئي روشني پبلڪيشن ڪنڊياري طرفان 2004ع ۾ وري شايع ڪيو ويو آهي ۽ ان جي قيمت 160 رپيا ڄاڻايل آهي.

**آسانند مامتورا:** سنڌي ٻوليءَ جي بزرگ ساهتڪار، نثر نويس ۽ ڪهاڻيڪار آسانند مامتورا، 1903ع ۾ اولڊ ٽائون ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ڪان ئي سندس لاڙو ادب ۽ فلسفيءَ طرف رهيو هو. اسڪول جي تعليم دوران لالچند امر ڏنيمل جڳتيانيءَ ۽ ڪاليج ۾ پيرومل مهرچند آڏوانيءَ جهڙن وڏن ليکڪن وٽ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ سندن صحبت اختيار ڪرڻ سبب هن جي دل ۾ به ادب لاءِ چاهه پيدا ٿيو. اسڪولي زندگيءَ ۾ ئي جيدا مضمون لکڻ شروع ڪيائين. ڪاليج جي زماني ۾ ڪيترا ليک ۽ ڪهاڻيون لکيائين. ڪاليج جي پرنسپال گربخشانيءَ سندس ڪهاڻيون پڙهي، کيس صلاح ڏني ته هو صرف ڪهاڻيون لکي.



آسانند مامتورا، امر لال هنگورانيءَ ۽ مرزا نادر بيگ کان پوءِ حقيقت نگاريءَ واري دور جو ٽيون وڏو ڪهاڻيڪار آهي. جنهن سنڌي ڪهاڻيءَ کي هڪ نئون موڙ ڏنو. سندس ڪهاڻيون حقيقت تي ٻڌل ته هيون، پر هن انهن ۾ پهريون ڀيرو نفسياتي ۽ جنسي مسئلن کي ڇهيو. پروفيسر منگها رام ملڪانيءَ جي لکڻ موجب سندس پهرين سماجي ڪهاڻي 'هيءَ پريم' 1932ع ۾ 'سنڌو' رسالي ۾ شايع ٿي. ان کان پوءِ جڳت آڏوانيءَ، 1939ع ۾ ، آسانند مامتورا جي چٽن ڪهاڻين جو مجموعو 'جيوت، پريم ۽ پاپ جون ڪهاڻيون' ڪهاڻي ساهت منڊل، حيدرآباد پاران ڇپائي پڌريون ڪيون. 1943ع ۾ 'آشا ساهت منڊل' طرفان سندس ٽن ڪهاڻين جو مجموعو 'آرسي' نالي سان ظاهر ٿيو. ان وچ ۾ سندس پنج ڪهاڻيون 'سنڌو' رسالي ۾ پڻ ڇپيون. 1932ع کان 1949ع تائين سندس لکيل 11 ڪهاڻيون 'گلزار' عنوان سان، سنڌي ٽائيمس پبلڪيشن الهاس نگر (ڀارت) ڊسمبر 1978ع ۾ ڇپائي پڌريون ڪيون.

آسانند مامتورا ڪهاڻيڪار سان گڏ هڪ ناول نگار به هو. سندس پهريون آدرشي ناول 'شاعر' 1941ع ۾ 'آشا ساهت منڊل' ڇپائي پڌرو ڪيو. سندس ٻيو طبع زاد ناول 'حليما' سندس جنم ڀومي سنڌ جي مسلم زندگيءَ تي آڌاريل شاهڪار ناول آهي. جيڪو ڪوزنج پبليڪيشن بمبئيءَ 1977ع ۾ ڇپي پڌرو ڪيو. هي ٻئي ناول سنڌ ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۽ ڄامشورو پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران پڻ شايع ٿيا. آسانند مامتورا جي زندگيءَ جو گهڻو حصو ڪراچيءَ ۽ بعد ۾ بمبئيءَ جي اسڪول ۾ هيڊ ماستريءَ ۾ گذريو.

**آساوري:** هي آساوري ٺاٽ جي اوڊو سمپورڻ راڳڻي آهي. جنهن ۾ گنڌار ۽ نکاد ورج آهن. پر امروهي سمپورڻ اٿس- گرهه جو سُر مڌم، نياس جو سُر پنچم اٿس. ڪي گائڪ امروهيءَ ۾ رکب ڪومل هڻندا آهن: اهي بنيادي سُر آهن. جن جي هلڻ سان راڳڻي جي صورت بگڙي ڪا نه ٿي. هي اترانگ جي راڳڻي آهي. ان لاءِ راڳڻي جا انگ امروهي ۾ ظاهر ٿيندا آهن. امروهي ۾ مڌم دربل اٿس ۽ گنڌار ۽ پنچم جي سنگت رهي ٿي.

خاص ٺاٺ: سا- ري- ما- پا- ڌڌ- پا-ما-پا-ڌ گا- ري سا- نا- ڌ- پا-ما-پا-ڌ
ڌ- ساري- ما- پا- ڌ گا ري- سا.

آروهي: ساري ماپا ڌنا سا.

امروهي: سانا ڌپا ماگاري سا-

وادي سر: ڌيوت.

سم وادي سر: رکب

ڳائڻ جو وقت: ڏينهن جو ٻيو پهر (نوٽ: راڳ ساگر ڪتاب ۾ ڳائڻ جو وقت صبح جو پهريون پهر ڄاڻايو ويو آهي)

آساوري هي ٻن طريقن سان ڳاتي وڃي ٿي. هڪ ته آساوري الڳ ٺاٽ آهي. جنهن ۾ رکب تيور ٻيو ڀيروي ٺاٽ جي سمپورڻ راڳڻي آهي. جنهن جي آروهي ۾ گنڌار ۽ نکاد ورج آهن. امروهي سمپورڻ آهي. مڌم، گرهه جو سر آهي. پنچم نياس جو سر آهي.

آروهي: سارِما پاڌ سا-

امروهي: سا نا ڌ پا ما گا را سا

وادي سُر: ڌيوت

سموادي سُر: رکب

سمو: ڏينهن جو ٻيو پهر

پلٽو: ما ما- پا- ڌ ڌ — نا پا- پا- ڌ ما- پا- ڌ گا- را- سا- نا- ڌ- پا- پا-
پا- ڌ ڌ- سا- را- ماپا ڌ گا- را- سا-

گرنٿن ۾ هن جو نالو نت ڀيروي ميل ڄاڻايل آهي. سر هي اٿس- سا- ري-
گي- ما- پا- ڌ- ني- سا-

ڪرج: رکب تيور- گنڌار ڪومل- مڌم شڌ- پنچم- ڌيوت- ڪومل- نکاد ڪومل

هن ٺاٽ جون راڳڻيون:

آساوري: جونپوري- ديو گنڌار- سنڌ- اڙانو- ڪوسي. درباري- ديسي- کٽ- ايپري

**آساوري ٺاٽ:** راڳ جي نظام ۾ هڪ ٺاٽ جو نالو جن ٺاٽ ۾ آساوري، درباري، درباري ڪانڙو، جونپوري، ديسي، ڪٽ ۽ ديوگنڌار راڳڻيون ڳايون وڃن ٿيون.

**آسٽرو- ايشيائي ٻوليون:** هن جون ٽي شاخون آهن. 1- منڊا (Munda) جيڪا اوڀر هندستان جي ڪيترن ئي ماڻهن جي مادري ٻولي آهي. 2- نڪوباري، هن جا ڪجهه هزار ڳالهائڻ وارا نڪوبار ٻيٽن تي رهن ٿا ۽ 3- مون ڪمر مون ڪمر جون 12 شاخون آهن، جنهن ۾ اٽڪل 100 ٻوليون اچي وڃن ٿيون. هيءَ ٻولي ڏکڻ اوڀر ايشيا جي تمام اهم ٻولي آهي، جنهن کي پنهنجي لپي به آهي. ڪمر ڪمبوڊيا جي قومي ٻولي آهي. مون (Mon) برما جي ڪيترن ئي حصن کان سواءِ ويٽنام ۽ ٿائيلنڊ ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي.

منڊا ٻوليون گهڻ- پديون (Poly syllabic) ٻوليون آهن جيڪي آسٽرو- ايشيائي ٻولين کان جملن جي بناوٽ ۽ لفظي اچارن ۾ گهڻو مختلف آهن مون ڪمر جي خاندان وارين ٻولين جي، هندوستاني ٻن ٻولين سنسڪرت ۽ پالي، تي به تمام گهڻو اثر آهي. ڪيترائي هندوستاني ٻولين جا اکر هن ۾ شامل ٿي ويا آهن. مون ۽ ڪمر ٻوليون هندوستان جي لپين ۾ لکجن ٿيون. ويٽنامي ٻولي صدين تائين چيني رسم الخط ۾ لکي پئي وئي آهي ۽ هاڻي 1910ع کان هن جي لپي تبديل ڪري رومن لپيءَ ۾ لکڻ جو رواج وڌو ويو آهي حالانڪ اها رومن لپي 1650ع ڌاري ويٽنامي لکڻ لاءِ ناهي ويئي هئي. ۾ ويٽنامي چيني ٻوليءَ جي اثر هيٺ رهي هئي. مون- ڪمر خاندان جي ٻين ٻولين جو صوتي نظام سادو آهي. رڳو لاڪنا پاسر ڪجهه فرق سان موجود رهن ٿا.

**آسري لٺو:** هيءَ لٺيءَ جي قسم مان هڪ وڏو وڻ آهي. جيڪو لسو ۽ بنا ڪنڊن جي ٿيندو آهي. هن ۾ پن نه ٿيندا آهن. پر ان ۾ پنن جي جاءِ تي سنهيون ڌاڳيدوري نما ٿيلين وانگر تاريون ٿين ٿيون. جن کي "لاسڙيون" چوندا آهن. هن جي ٿڙ مان دهل ۽ پکوازون سٺيون ٺهنديون آهن. چوڻ هن جو ٿڙ اڪثر پورو ٿئي ٿو ۽ پئي ڪنهن به خاص ڪم ۾ نه ٿو اچي.

**آسمان:** زمين جي مٿان ظاهري گنبد. جيڪو فلڪي نظام ۽ هوا جي گولي جي حادثن جو پس منظر آهي. آسمان جي نيري رنگ سبب هوا جي گولي ۾ مٽيءَ ۽ ٻاڦ جي ننڍين ننڍين ذرڙن مان روشنيءَ جي لهرن جو گذر ٿئي ٿو ڪرڻن جون وڏيون لهرون (ڳاڙهيون ۽ پيليون) انهن ذرڙن مان سولائيءَ سان لنگهي وڃن ٿيون. پر ننڍڙيون لهرون منتشر ٿي پکڙجي وڃن ٿيون. اهوئي ڪارڻ آهي جو آسمان ان وقت گهڻو نيرو نظر ايندو آهي. جڏهن هوا ۾ مٽيءَ جا ذرڙا گهٽ ۽ تمام سنهڙا هوندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ ماڻهو ائين پائيندا هئا ته آسمان دنيا جي ڇت آهي ۽ تارا آسمان ۾ جڙيل بتيون آهن. نه وري ڪن ماڻهن جو خيال هو ته آسمان جي پٺي پاسي جنت آهي. انهن ماڻهن جو اهو به خيال هو ته تارا دراصل آسمان ۾ ٿهيل سوراخ آهن جن مان جنت جي روشني نظر اچي ٿي.



حضرت مسيح واري دؤر ۾ انسانن جو اهو پختو خيال هو ته آسمان ۾ چنڊ جي ٻڙن وانگر ست پڙ آهن. جن ۾ تارا جڙيل آهن. سج ۽ چنڊ پڻ آسمانن ۾ جڙيل آهن. انهيءَ ڪري ئي ستن آسمانن وارو تصور انسان جي ذهن ۽ علم ادب ۾ موجود آهي. ماڻهن سمجهيو ته جيڪڏهن آسمان ست آهن ته لازمي طرح زمينون به ست هونديون. اهڙيءَ طرح ستن آسمانن ۽ ستن زمينن جي تصور وجود ورتو.

**آسماني ڪتاب:** الله تعاليٰ طرفان پنهنجن نبين تي وحيءَ ذريعي لاٿل ڪتاب، جن ۾ انسانن لاءِ ديني توڙي دنيوي زندگيءَ لاءِ هدايتون ڏنل آهن. مسلمانن جي عقيدي موجب وڏا آسماني ڪتاب چار آهن: توريت، زبور، انجيل ۽ قرآن پاڪ. توريت حضرت موسيٰ عليه السلام تي، زبور حضرت دائود عليه السلام تي، انجيل حضرت عيسيٰ عليه السلام تي ۽ قرآن پاڪ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي نازل ڪيو ويو. قرآن مجيد سڀ کان



آخري آسماني ڪتاب آهي. دنيا ۾ قرآن شريف ئي هڪ اهڙو مقدس الهامي ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڪنهن تحريف ڪرڻ جو ته سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، ايتري قدر جو زير زبر يا شد ۽ مد جي ڦير گهير جو به ڪو امڪان ناهي. خود الله تعاليٰ قرآن شريف جي حفاظت جو ذمو پاڻ تي کنيو آهي. جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد ٿيل آهي ته: "إِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ" (سورة الحجر:9) يعني بيشڪ اسان ئي نصيحت (قرآن) کي نازل ڪيو آهي ۽ اسان ئي ان جي ضرور حفاظت ڪندڙ آهيون."




آسمان تان لٿل (آيل) پاڪ مذهبي ڪتاب، جيڪي هر قوم تي الله تعاليٰ طرفان پيغمبرن تي نازل ٿيا. الله تعاليٰ انسان جي هدايت لاءِ وقت به وقت دنيا تي پنهنجا پيغمبر موڪليندو رهيو آهي. انهن پيغمبرن تي سندس طرفان جيڪي ڪتاب نازل ٿيا آهن تن کي "الهامي ڪتاب" سڏجي ٿو. قرآن شريف مٿي ڄاڻايل سمورن انهي ڪتابن جي تصديق ڪئي. ڪن ڪتابن ۾ زرتشتين جي مقدس ڪتاب "زند اوستا" کي به الهامي ڪتاب طور ڳڻايو ويو آهي. قرآن شريف کان سواءِ مٿي ڄاڻايل باقي ٽن ڪتابن لاءِ مشهور آهي. ته انهن ۾ تحريف ڪئي وئي آهي ايتري قدر جو هن وقت انهن ڪتابن کي منسوخ ٿو سمجهيو وڃي. مٿي ڄاڻايل الهامي ڪتابن کان سواءِ ڪي ڪتاب اهڙا به

آهن. جن کي صحيفو چئجي ٿو. حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام تي صحيفا پڻ نازل ٿيل آهن.

**آسڻ:** ويهڻ جي جاءِ. گدي. بيٺڪ. پاٿاري. آستانو. تڪيو. فقيرانو تڪيو. گيان ڌيان جو هڪ طريقو. آسڻ کي "آشرم" بہ چئبو آهي.

**آسڻ[2]:** سنڌ جا ڪيترائي ماڳ مڪان ۽ تڪيا. انهن فقيرانن آسڻن جي ڪري. انهن فقيرن جي نالن پٺيان اڄ بہ سڏجن ٿا. جيئن پٽ شاهہ وغيره.
"ڪوڙين ڪن سلام، اڄيو آسڻ ان جي" (شاهہ)

**آسڻ[3]:** دڪاندار جنهن جاءِ تي ويهي وکر جو وهنوار ڪري. ان جاءِ کي بہ "آسڻ" چوندا آهن. واپاري آسڻ تي ويهڻ کان اڳ ناريل، گلاب يا عطر جي ڇٽڪار ڪندا آهن. ہر ڪي واپاري پاڻيءَ جي ڇٽڪار ڪري ڪاروبار جي شروعات ڪندا آهن. مسلمان واپاري آسڻ تي ويهڻ کان اڳ اگربتيون ٻارين، قرآن پاڪ جي تلاوت ڪن ۽ برڪت جون دعائون پڙهن ۽ آسڻ تي ويهڻ وقت ٻهراڙين ۾ لاڪي جي صدا 'دعا' طور پڻ هڻندي ويندي آهي.

**آسو:** تعلقي چاچڪان جو نامور سردار هو. جنهن ميان نور محمد ڪلهوڙي جي خلاف بغاوت ڪندي مقرر ڍل ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. چاچڪان تندي ٻاگي جي ڏکڻ ۾ هو ۽ اڄ حيدرآباد جي هڪ ديهہ جو نالو آهي.

**آسواٽي: نک** "رهتا سهتا" (ڪتاب): "سنڌ جي هندن جي تاريخ" موجب هي: گجيري تعلقي موري جا وڻل آهن. مير فتح علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد ۾ واپار سانگي آيا. جتي پوءِ هميشہ لاءِ رهي پيا. انهن گجيراين مان هڪ آکهہ وارا پنهنجي وڏي ڏاڏي پڙڏاڏي آسو مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "آسواڻي" سڏائين ٿا. حيدرآباد ۾ گجيراين جي پنچائت ٽي ڌار آهي ۽ وقت بوقت پنهنجيءَ پهر مان ڪو معزز چونڊي. ڪيس پنهنجو مکي ڪندا آهن. آسواڻين مان ڪي پڙهي پيا آهن. نوڪرين ۾ آهن. مگر پيا عام طرح اڄ تائين ڏندو ڏاڙي ڪن ٿا.

**آسورن جو دڙو:** هي دڙو قبل از تاريخ/ سنڌو تهذيب سان تعلق رکي ٿو. بدين شهر کان 5 ميل اتر- اولهہ ديهہ پنو. تپو پنو. لڳ ڳوٺ حاجي لڪاٽي ساريءَ وٽ واقع آهي. هي ماڳ آسورن جي نالي پويان آهي. هي اصلي دراوڙ هئا ۽ آرين سان مهاڏو اٽڪايو هئائون. رگويد ۾ هنن لاءِ آرين برا لفظ ڪتب آندا آهن. هي دڙو زمين کان چار فوٽ مٿي ۽ ايڪڙ کن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. هي شهر رڻ دريا جي ڪناري تي آباد هو. مقاچري ٺان سرن جا اڏڙ. ٺڪرائون ٺامي جا ڪٽيل سڪا ۽ اگرچہ جهجهي تعداد ۾ مليا آهن. هي بستي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ڦٽي. اڳين جو گهڻو تعداد بڊاٽي ٿو. ته هن شهر کي باهہ ڏنل آهي.

**آسوڪا جي ٽڪري:** هي دڙو ٻڌ ڌرم واري دور سان تعلق رکي ٿو. ديهہ ٽپو انڙپور، تعلقو ڪوٽڙي، ضلعو ڄامشورو. هي دڙو انڙپور کان هڪ ميل جي مفاصلي تي آهي. هتي ماڻهو وڃڻ کان ڊڄن ٿا. چو جو مقامي ماڻهن روايتون قائم ڪري رکيون آهن تہ هتي جيڪو ويندو اهو مري ويندو. جيئن نالي مان ظاهر آهي تہ هي ٻڌ ڌرم جو ماڳ آهي. هتي جوڙاري ٺڪرائو پکڙيل آهي. هن وقت هتي قبرستان ٺهي چڪو آهي. ان ڪري دڙو ختم ٿيندو پيو وڃي.

**آسي زميني:** آسي زميني، سنڌي ٻوليءَ جو نمائنده شاعر آهي. هن جو اصل نالو محمود نظاماڻي ولد محمد رحيم نظاماڻي آهي. هيءَ ٽنڊي قيصر ضلعي حيدرآباد ۾، 14 سيپٽمبر 1957ع ۾ ڄائو. انٽر پاس ڪيائين. هيئنر اريگيشن کاتي ۾ اڪائونٽس ڪلارڪ آهي. کيس شهيد فاضل راهو (شاعري) اوارڊ، ڪينجهر (ايڊيٽنگ) اوارڊ، لاڙو لال-شاعري اوارڊ ۽ بزم ٽکڙ اوارڊ ملي چڪا آهن. نظم ۽ نثر ٻنهي تي دسترس رکي ٿو. سندس شاعريءَ جا ٻہ ڪتاب 'مڃتا جي رڃ ۾' (1992ع) ۽ 'نہ شاعر نہ ڪهاڻيڪار' (1992ع) ڇپيل آهن. ان کان سواءِ 'مسيحي گهراڻي جا ٻنياد'، 'ليڊي هيلٿ ورڪرس جو نصاب'، 'حفاظتي ٽڪا' وغيره ترجمو ڪيل ڪتاب ڇپيل اٿس. ان کان سواءِ هن ڪيترن ڪتابن جا مهاڳ، ادبي مضمون ۽ تنقيدي مقالا لکيا آهن. جن جو ڪتاب پڻ ترتيب ڏئي چڪو آهي.



چڪو آهي. شاعريءَ جي فن ۽ بحر وزن جو ماهر آهي. آسي ٿئين ٿهيءَ جو نمائندو شاعر آهي. وٽس ٽنڊي قيصر ۾ 'دانشگاهہ منصور آستاني' نالي سان هڪ لائبريري بہ آهي. جنهن ۾ هزارين ڪتاب مختلف موضوعن تي موجود آهن. آسي زميني 'ڪينجهر'، 'امرتا'، 'ادب'، 'جياپو'، 'آجيو' ۽ 'اُمنگ' رسالن جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر/ايڊيٽر رهي چڪو آهي. ان کان سواءِ ثقافت کاتي سنڌ پاران شيخ اياز جي شاعريءَ جي ڇپيل ٽن جلدن جي ايڊيٽنگ ۾ محترم تاج جويو سان سهڪاري رهيو آهي.

**آسيلي:** بدين ضلعي ۾ هڪ دڙو. گولاڙچي شهر کان 9 ميل اڀرندي طرف ديهہ 'جهاپيري'، ٽپي 'ڪنڊياري' ۾ آهي. هيءُ دڙو زمين کان 20 کان 25 فوٽ مٿي آهي ۽ اڄ تائين موجود آهي ۽ لاڙ جي آثار قديمہ جي وڏن دڙن مان هڪ آهي.

**آسيو سوڍو:** آسيو سوڍو، سوڍن جو سالار هو. ڪتاب "سومرن جو دور" ۾ لکيل آهي تہ پوئين دور ۾ ڳالهہ جي شاعرن ۽ راوين غالباً آسي سوڍي کي پوءِ "هاسي سوڍي" جي نالي سان ڳايو. جيتوڻيڪ پي هڪ راويت ۾ "هاسي سوڍي" جو نالو آندل آهي ۽ ڄاڻايل آهي تہ هاسو سوڍو عمرڪوٽ جو هو ۽ دودي جو يار هو. پوئين دور جي اڪثر روايتن ۾ هاسي سوڍي کي ڄنيسر جي پٽ محمد جو يار سڏيو ويو آهي. هڪ روايت موجب هالار ڪوٽ جو حاڪم هو ۽ سندس چاچو "باهڙ مير" جو حڪمران هو. هاسي سوڍي جي نالي سان ميرپورخاص- کوکراپار ريلوي لائين تي اسٽيشن آهي.

**آشا چاند:** آشا چاند، سنڌي ٻوليءَ جي مشهور اديب جوڙي، اي. جي. اُتم ۽ سندري اتمچندانيءَ جي لائق نياڻي. 23 مارچ 1951ع تي ممبئيءَ ۾ ڄائي. هن بي اي ايڪنامڪس ۽ ايم. اي (سنڌي ادب)، سان گڏ بزنس مئنيجمينٽ ۾ ڊپلوما ۽ بئنڪنگ جو IIBS جو ڪورس پاس ڪيل اٿس. پنهنجي مڙس چاند پنجابيءَ



(پنجابي سنڌي هندن جي نک آهي) سان گڏجي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ وڏو ڪم ڪري رهي آهي. هوءَ هڪ ئي وقت پبلش ميوزڪ پروڊيوس ٽي وي پروڊيوسر ۽ ادبي ثقافتي پروگرامن جي آرگنائيزر آهي. هن پنهنجون سموريون صلاحيتون سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ تهذيب جي واڌاري ۽ مشتهريءَ لاءِ ڪم آڻيندي رهي ٿي. هوءَ ممبئي ۽ دبئيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ سچي سفير آهي. هن نوجوان نسل ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ چاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيتريون سي ڊيون (CDs) تيار ڪيون آهن. جن ۾ سڀ کان مقبول سي ڊي 'Let's Learn Sindhi' (اچو تہ سنڌي سکون) آهي. جيڪا سڄيءَ دنيا ۾ گهٽ ۾ گهٽ 4000 سنڌين جي هٿن تائين پهچي چڪي آهي. هن خاص ڪري سنڌي ٻارن لاءِ هڪ ٽئين سي ڊي "پنجتنتر" نالي جاري ڪئي آهي. جنهن ۾ ٻارن لاءِ دلچسپ ٿلهيون ڪهاڻيون، نرسري گيت ۽ رانديون شامل آهن. ان کان سواءِ هن هند ۾ سنڌي ادب جي نمورتي- ڪيرت اتم ۽ مالهي جي انٽروين تي مشتمل هڪ آڊيو ڪيسٽ بہ جاري ڪئي آهي. جيڪا ڏاڍي مقبول ٿي هئي.

سنڌي ٻولي هن جي رت ۾ شامل آهن. هوءَ پنهنجي ماءُ ٻوليءَ جي سنڌ لاءِ لازوال محبت کان حد کان وڌيڪ متاثر آهي. پنهنجي ماءُ جي ڪهاڻين ۽ شاعريءَ کان تهاڻين وڌيڪ. ان ڪري هن سندري اتمچندانيءَ جا 1992ع کان ڪتاب ڇپائڻ جو ارادو ڪيو. پنهنجي پيڻ بينا سان گڏجي "جيٺي سنڌي پبليڪيشن" قائم ڪري سندريءَ جا ٽي ڪتاب ڇپائي چڪي آهي. ان کان سواءِ ماءُ جي جنم ڏينهن تي هن سندس نظمن/ نثري نظمن جي آڊيو ڪئسٽ "هڳاءُ ڳالهه" جاري ڪري، ڪيس سالگرهه جي تحفي طور ڏني. جيڪا سنڌ ۽ هند ۾ ڏاڍي مقبول ٿي.

آشا چاند سنڌي ٻولي، ادب ۽ ورثي جي سڳهه ۽ اهميت محسوس ڪندي 2000ع ۾ دبئيءَ ۾ "سنڌي سنگت" نالي آرگنائيزيشن جوڙي موجوده سنڌي اليڪٽرانڪ ۽ آڊيو ويزوئل ميڊيا ذريعي دلچسپ ٽيلي فلمن (Tele films) ۽ T.V پروگرامن لاءِ سنڌي ميوزڪ وڊيو تيار ڪرڻ تي ڪم جي شروعات ڪئي آهي. ان ڏس ۾ هن ابتدا پنهنجي ماءُ جي لکيل "ولايتي گهوٽ جي ڳولا" عنوان واري مزيدار ٽيلي فلم سان ڪئي. هن اهڙيءَ طرح سنڌي ٽيليويزن پروگرامن لاءِ 16 ٽيلي فلمون تيار ڪيون آهن. جيڪي "دوردرشن" انڊيا ۽ دوردرشن گجرات تان "سنڌي سرهاڻ" جي نالي سان ٽيليڪاسٽ ٿي چڪيون آهن. ان کان سواءِ هوءَ سنڌي ميوزڪ وڊيوز تي ڪم ڪري رهي آهي. جيڪي دور درشن تان ٽيليڪاسٽ ٿينديون ۽ پڻ ڊي وي ڊي تي رليز ٿينديون. آشا چاند دبئيءَ ۾ ڪي ٽي اين جي ڪيترن گرانڊ ميوزيڪل پروگرامن ۾ سهڪار ڪري چڪي آهي. سندس ٻيائي موهل پڻ بهترين ڪمپيئر ۽ اداڪاره آهي. جيڪا ماءُ سان سنڌي ٻوليءَ جي مٿين ترقيءَ وارن پروگرامن ۾ ٻانهن ٻيلي هوندي آهي.

**آشا درگاپوري:** ٻولچند تيرٿداس نارواڻيءَ جو ادبي نالو "آشا درگاپوري" آهي. هن 10 ڊسمبر 1928ع تي ٽنڊي محمد خان، ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ايم.اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. قيام پاڪستان کان پوءِ ڀارت لڏي ويو. جتي 132- راڄا پارڪ، سنڌي ڪالوني، فتح ٽيبا، جئپور ۾ رهائش اختيار ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: "گهرونڊ" (1962ع)، "سنڌي ادبي گلدستو" (1963ع) ۽ "شاهه جي شاعري" (1965ع) شامل آهن. آل انڊيا ريڊيو جي ادبي پروگرامن ۾ پڻ حصو وٺندو رهيو آهي.

**آشرم:** سادن ۽ سنياسين جي رهڻ جي جاءِ. جنهن کي "ڪٽيا" ۽ "مڙهي" به چئبو آهي. سنڌي لفظ "آسڻ" به آشرم جي ئي صورت معلوم ٿئي ٿو ان کان سواءِ برهمڻ جي جيوت جي منزل کي پڻ آشرم چئبو آهي. آشرم چار ٿين ٿا. (1) برهمچاريه، جيڪي پوڄا جي خيال وارا ٿيندا آهن جن کي آديسي، صوفي ۽ طلبگار به چئبو آهي. (2) گرهستي، جيڪي گهر ٻار وارا ٿيندا آهن. اهي دنيا سان لڳ لاڳاپا ۽ رهنوار رکندڙ آهن. (3) سنياسي، جيڪي وري دنيا کان لاتعلق ٿيندا آهن. انهن کي "تياڳي" به چئبو آهي. (4) وان پرست، جيڪي ويدانتي علم جي ڄاڻو لاءِ شاگردي اختيار ڪندا آهن.




**آشرم واسين ڏانهن (ڪتاب):** هي ڪتاب مهاتما گانڌيءَ جي يروڊا جيل مان لکيل خطن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ڪراچيءَ مان 1935ع ۾ ڇپيو هو ۽ هي اُن جو ٻيو ڇاپو آڪٽوبر 1985ع ۾ گوپال گربخشانيءَ، شانتي نڪيتن سوامي وويڪانند روڊ، کار بمبيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. 1940ع واري لوڻ جي قاعدي ٽوڙڻ واري تحريڪ جي ڊانڊي مارچ کان پوءِ مهاتما گانڌيءَ کي انگريز سرڪار گرفتار ڪري پوني جي ويجهو يروڊا جيل ۾ رکيو هو ۽ اتان هر هفتي مهاتما گانڌي سابرمتي آشرم جي سيڪريٽريءَ کي "آشرم واسين ڏانهن" هڪ خط لکي موڪليندو هو جن خطن مان ٽي ڪتاب "يروڊا مندر مان" (1930ع)، "گيتا پوڄ" (1934ع) ۽ "آشرم واسين ڏانهن" (1935ع) تيار ڪرائي ڇپايا ويا.

هن ڪتاب يعني "آشرم واسين ڏانهن" تي مهاتما گانڌيءَ جي پياري سيڪريٽريءَ آنند طوطا رام هنگورانيءَ لکيو آهي.

هن ڊيمي سائيز جي 84 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 10 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ سچ، اهنسا، گيتا ڄاڻ، علم ۽ عمل بابت خيال ۽ ويچار شامل آهن.

**آشڪارا:** آشڪارا مشهور صوفي شاعر سچل سرمست جو پارسي شعر ۾ ڪم آندل تخلص آهي. جيڪو سچل سرمست جي فارسي شاعريءَ جي مجموعي "ديوان آشڪارا" ۾ پڻ ڇپيل آهي. "آشڪارا" نالي سان سچل جيئڻ پاران ڪتابڇپرو به نڪرندو آهي جنهن جا ڪيترائي شمارا ڇپجي چڪا آهن.

**آشيرواد (ڪتاب):** شيرڪ پرجراج جو هيءُ ناول 1933ع ۾ پڌرو ٿيو هيءُ ناول هندستان اندر هلندڙ آزاديءَ جي تحريڪ جي پس منظر تي لکيل آهي. هن ناول ۾ آزاديءَ جي تحريڪ دوران مهاتما گانڌيءَ جي انهن ويچارن جي اپٽار ڪئي وئي آهي. جيڪي ماڻهن جي روين ۽ٽانڌر ڏينهون ڏينهن پڌرا ٿيندا رهيا.

**آصف بالادي:** آصف بالاديءَ جو اصل نالو الهڏنو بالادي آهي. هن ڳوٺ خان بالادي تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري ۾ هڪ غريب گهر ۾ جنم ورتو سندس والد ارباب علي بالادي هاءِ اسڪول ۾ ٽيچر ملازمت ڪندو هو آصف پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڪنڊياري مان ۽ گريجوئيشن سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام مان جينيٽڪس اينڊ پلانٽ بريڊنگ ۾ ڪئي. هو سنڌي ادبي سنگت جو ميمبر 1980ع ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر 1981ع ۾ ٿيو 1985ع کان 1988ع تائين جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (جسف) جو مرڪزي سيڪريٽري رهيو 1990ع ۾ جيئي سنڌ محاذ جي سينٽرل ڪميٽي جو ميمبر ۽ 96-1995ع ۾ جيئي سنڌ قومي محاذ جي مختلف مرڪزي عهدن تي رهيو 87-1986ع ۾ صحافت سان به وابسته رهيو هو صدر مشرف جي دور ۾ گرفتار ٿيو ۽ 16 مهينن تائين قيد تنهائي ۾ رهيو اهو سمورو عرصو سندس عزيز ۽ دوست کيس ڳولهيندا رهيا. هو انهن سوين ماڻهن مان هڪ هو جيڪي مشرف دور ۾ پراسرار طور لاپتا رهيا. آصف بالاديءَ جون مکيه سرگرميون ۽ دلچسپيون سياست، ادب، فلسفو، سير ۽ سفر آهي. هو هن وقت پنهنجون ساروڻيون "ڪجهه ساريم، ڪجهه وساريم" جي سري هيٺ لکي رهيو آهي. هن وقت ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.



**آصف جاه، نواب:** سندس اصل نالو مرزا ابوالحسن، لقب آصف خان عرف آصف جاهه. سندس پيءُ جو نالو اعتماد الدول غياث بيگ هو آصف جاهه نورجهان بيگم جو وڏو ڀاءُ ۽ ارجمند بانو (شاهجهان جي بيگم ممتاز محل) جو پيءُ هو هو سيوهڻ ٺٽي ڀڪر جو نواب هو ۽ اهي سندس جاگير ۾ شامل هئا. هو 17 شعبان 1051هه ۾ وفات ڪري ويو ۽ لاهور ۾ دفن ٿيل آهي.

**آصف علي زرداري:** پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم شهيد محترمه بينظير ڀٽي جو گهر وارو آصف علي زرداري ۽ موجوده صدر پاڪستان، نوابشاهه (هاڻي بينظيرآباد) ضلعي جي زميندار ۽ سياستدان حاڪم علي زرداريءَ جو فرزند آهي. آصف علي زرداريءَ جو اصل نالو سجاول خان آهي، جيڪو سندس پڙڏاڏي جو نالو هو. سندس والده بلقيس خانم، خانبهادر حسن علي آفنديءَ جي پوٽي هئي. آصف علي زرداري 26 جولاءِ 1955ع تي نوابشاهه لڳ ڳوٺ ميرخان زرداريءَ (بلاول جا قبا) ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم مريم اسڪول نوابشاهه ۽ سينٽ پيٽرڪس اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي.



ان بعد پيٽاري ڪاليج مان 1974ع ۾ انٽرپاس ڪيائين. جتهن کان پوءِ لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس اينڊ بزنس مان ڊپلوما ڪيائين. هن 1968ع ۾ هڪ اردو فلم "منزل دور نهين" ۾ چائيلڊ اسٽار طور اداڪاري به ڪئي. ماضيءَ ۾ گهوڙي سواريءَ جو شوقين رهيو آهي ۽ سندس پولو ٽيم "زرداري فور" جي نالي سان سڃاتي ويندي هئي. 1980 کان پوءِ هن سياسي سرگرمين ۾ حصو ورتو. 1987ع جو سال آصف زرداريءَ لاءِ سڀ کان وڌيڪ فيصلاڪن سال ثابت ٿيو، جڏهن سندس ويڳي ماءُ ٽمي بخاريءَ ۽ بيگم نصرت ڀٽو، بينظير ڀٽو سان آصف جو رشتو طئي ڪيو. 18 ڊسمبر 1987ع تي سندس شادي محترمه بينظير ڀٽو سان ڪراچيءَ ۾ ٿي. نومبر 1988ع جي عام چونڊن جي نتيجي ۾ جڏهن محترمه بينظير ڀٽو پاڪستان جي وزيراعظم ٿي ته ان وقت جيتوڻيڪ آصف علي زرداريءَ کي رسمي طور تي حڪومت ۾ ڪو عهدو نه هو پر هن وزيراعظم هائوس جا وڻ وسايا ۽ سندس سياسي زندگيءَ جي شروعات ٿي ۽ مٿس دوست نوازيءَ جا الزام لڳا. مٿس 1990ع ۾ بينظير صاحبه جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ڪيس داخل ڪري کيس جيل ۾ وڌو ويو. ڀيرڻين دور ۾ ٻن سالن کان پوءِ کيس آزاد ڪيو ويو. 1993ع جي چونڊن ۾ هو، نوابشاهه مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ بلخ شير مزاريءَ جي نگران ڪابينا ۾ وزير رهيو. محترمه بينظير ڀٽو جي ٻيهر ملڪ جي وزيراعظم ٿيڻ واري ٻئي دور ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ ماحوليات ۽ سيڙپڪاريءَ جو وزير ٿيو. آصف علي زرداريءَ تي سنگين الزام لڳا، جن جي بنياد تي 6 نومبر 1996ع تي ان وقت جي صدر فاروق احمد خان لغاريءَ، بينظير ڀٽو جي حڪومت برطرف ڪئي ۽ آصف علي زرداريءَ کي هڪ دفعو ٻيهر جيل ۾ وڌو ويو. 1997ع کان 1999ع تائين سينيٽ ۾ ميمبر ٿي رهيو. 1990ع کان 2004ع وارا 14 سال آصف زرداريءَ جي زندگيءَ جا وڌيڪ ڏکيا سال رهيا. 1996ع ۾ مرتضيٰ ڀٽو قتل ڪيس ۾ سندس نالو شامل ڪيو ويو. نواز شريف جي ٻئي حڪومتي دور ۾ مٿس قتل، منشيات، اسمگلنگ سميت مختلف الزامن هيٺ ڪيترا ڪيس داخل ڪيا ويا. غلام اسحاق خان کان وٺي پرويز مشرف تائين آصف علي زرداريءَ جي خلاف بي شمار ڪيسن ۾ حڪومت وڏو پئسو خرچ ڪيو پر مٿس ڪو به ڪيس ثابت نه ٿي سگهيو. بعد ۾ بينظير ڀٽو ۽ پرويز مشرف جي وچ ۾ ٿيل ڳالهين ۽ مفاهمتي آرڊيننس (N.R.O) کان پوءِ مٿس عدالتي ڇجالي ۾ نرمي آئي. 27 ڊسمبر 2007ع تي بينظير ڀٽو جي راولپنڊي لياقت باغ ۾ شهادت کان پوءِ آصف زرداري پيپلزپارٽيءَ جو شريڪ چيئرمئن چونڊيو ويو ۽ هن پارٽيءَ جون واڳون سنڀاليون. فيبروري 2008ع جي چونڊن ۾ پاڪستان اندر وڏي ڪاميابي حاصل ڪري پيپلزپارٽيءَ کي پاڪستان جي نمبر ون پارٽي تسليم ڪرايو. هن وڏي ڏاهپ ۽ سياسي تدبر سان مفاهمتي پاليسيءَ تي عمل ڪري، سياست ۾ نواڻ آندي ۽ 6 سيپٽمبر 2008ع تي قومي اسيمبلي، سينيٽ ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ 700 ووٽن مان 481 ووٽن جي اڪثريت سان پاڪستان جو صدر چونڊيو ويو. هن صدر جي حيثيت ۾ اقتصادي ۽ سفارتي بحرانن کي منهن ڏئي ملڪ کي مستحڪم ڪيو آهي. آصف زرداريءَ ڀيرين پيرو پاڪستان ۾ مذهبي انتهاپسندي، طالبانائيزيشن ۽ دهشتگرديءَ خلاف، سڀني پارٽين کي اعتماد ۾ وٺي ڪارروائي ڪئي ۽ ان عمل ۾ فوج جو اعتماد به کيس رهيو.

**آصف علي زرداري (ليڊ کان قيادت تائين- ڪتاب):** نوجوان ليکڪ ستار رند جو محترم آصف علي زرداريءَ ۽ محترمه شهيد بينظير ڀٽو، پيپلز پارٽيءَ سان وابسته ڳالهين بابت 2004ع کان مختلف اخبارن خاص ڪري روزاني عبرت، روزاني سوال، روزاني عوامي آواز، روزاني جاڳو، روزاني سنڌ، وغيره اخبارن ۾ ڇپيل ڪالمن جو ميڙ ڪتاب The Creaters اداري سڪرنڊ طرفان پير ذاڪريءَ شايع ڪرايو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 202 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت -/250 روپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 42 ڪالم آهن جن مان ڪجهه مکيه ڪالمن جا سرا هي آهن: آصف زرداري جيل جي ڪهاڻي، آصف ڏوهي آهي ته ثابت ڪريو، بينظير ڀٽو ۽ سنڌ، بينظير ۽ سنڌ جو ورهاڱو، سچ کي موجوده رهڻو آهي، سپريم ڪورٽ جو فيصلو سابق ڏهيسر سنڌ لاءِ هڪ پيغام، پ پ کي ٽوڙڻ جو ڪوششون، آصف جي آزادي ۽ مخالف، بلاول ڀٽو ۽ شهيد بينظير، تاريخ ۽ شهيد بينظير ڀٽو، غم بينظير جو ماتم، آصف زرداري، بينظير شهيد جي مشن جو علم وغيره.






**آصف منياڻوي:** سنڌي ٻوليءَ جو شاعر آصف منياڻوي 23 مارچ 1959ع ۾ منياڻيءَ ۾ ڄائو. تعليم ايم ايس سي ايگريڪلچر اٿس. هن وقت زرعي ترقياتي بئنڪ پرياسٽيءَ ۾ سينيئر آفيسر جي عهدي تي آهي. سندس شاعريءَ جو ٻارن لاءِ مجموعو "ٻول انسان جي ٻارن جا" 1994ع ۾ ڇپيل آهي. ٻيو شاعريءَ جو مجموعو ترتيب ڏنل اٿس. سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جو مرڪزي خزانچي به رهي چڪو آهي.

**آصف نواز جنجوعا:** پاڪستان جي اڳوڻي چيف آف آرمي اسٽاف، جنرل آصف نواز جنجوعا جو تعلق پنجاب جي ضلعي جهلم جي هڪ فوجي گهراڻي سان هو. سندس والد فوج ۾ ڪرنل هو. ننڍي هوندي کان سندس تربيت مڪمل فوجي ضابطي سان ٿي. 1954ع ۾ کيس پاڪستان ملٽري اڪيڊمي ڪاڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. جتهن بعد کيس وڌيڪ تعليم لاءِ انگلنڊ

موڪليو ويو. جتي جنرل عبدالوحيد ڪاڪڙ ۽ گوهر ايوب به سندس هم ڪلاسي رهيا.



تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ پاڪستان آرميءَ جي پنجاب رجمينٽ سان وابسته ٿيو ۽ ان ئي رجمينٽ ۾ اعليٰ عهدن تي فائز ٿيو. جڏهن هو ڪراچيءَ جو ڪور ڪمانڊر بڻيو ته ان وقت ڪراچي لساني فسادن ۽ دهشتگرديءَ جو گڙهه بڻجي چڪي هئي. تهن حالتن ۾ جنرل آصف جنجوعا ڪراچيءَ ۾ دهشتگرديءَ جي روڪٿام لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪيو. 16 آگسٽ 1991ع تي جنرل مرزا اسلم بيگ جي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ چيف آف آرمي اسٽاف مقرر ڪيو ويو ۽ 11 جنوري 1993ع تي هڪ مبينه واقعي ۾ وفات ڪري ويو.

**آصف ڀٽو زرداري:** آصف ڀٽو زرداري، پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو شهيد جي ننڍي ڌيءَ آهي. سندس جنم 1992ع ڌاري لنڊن ۾ ٿيو. هوءَ جڏهن سالن جي مس هئي



ته سندس والد آصف علي زرداريءَ کي گرفتار ڪيو ويو. جيڪو 2004ع تائين جيل ۾ رهيو. آصفه جي تربيت ۽ پرورش سندس امڙ ڪئي. هوءَ والد جي شفقت کان محروم رهي. جڏهن آصفه جي والده محترمه بينظير ڀٽو کي پاڪستان ۾ اليڪشن مهم دوران 27 ڊسمبر 2007ع تي راولپنڊي لياقت باغ جلسي ۾ شهيد ڪيو ويو ۽ سندس تدفين ڳڙهي خدابخش ۾ ٿي. بهرحال پهرو آصفه عام ماڻهن جي سامهون آئي. 2008ع ۾ جڏهن آصف علي زرداري پنهنجي وڏي ٻائي بختاور کي پيپلز پارٽي جي عورتن واري ونگ جو سربراهه مقرر ڪيو ته ان موقعي تي هن آصفه کي پ پ پ يوٿ ونگ سنڀالڻ لاءِ پڻ همٿ افزائي ڪئي. هن وقت آصفه دبئي جي هڪ اعليٰ اسڪول ۾ زير تعليم آهي ۽ سندس شمار ذهين شاگردياڻين ۾ ٿئي ٿو.

**آغا:** ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي آقا يا سائين، ڌڻي، مالڪ، سردار يا وڏو پاڻ. عام طور آغا وڏي پاڻ لاءِ ڪتب ايندو آهي. هي عام طرح لقب طور ڪم ايندو آهي. سنڌ جون ڪي پٺاڻ ذاتيون پڻ آغا سڏائينديون آهن. ڪيتريون نامور شخصيتون آغا جي نالي سان مشهور آهن. جهڙوڪ: آغا تاج محمد، آغا بدرالدين دراني، آغا سليم وغيره. حيدرآباد جي ٽنڊن مان هڪ کي "ٽنڊو آغا" سڏيندا آهن.

**آغا ابراهيم شاهه:** آغا ابراهيم شاهه وڏو حڪيم ٿي گذريو آهي. هي مير فتح علي خان ٽالپر جو خاص معالج هو. هن جو والد بزرگوار سيد عبدالهادي شاهه، نادر شاهه جي دور ۾ اصفهان (ايران) کان مدراس ويو. جتان ڪلهوڙن جي دربار ۾ پهتو. 1193هه ۾ سنڌ ۾ ئي وفات ڪيائين. آغا ابراهيم شاهه، مياں سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾، سنڌ ۾ آيو هو. سان گڏيو هن خاندان ٽالپر دور ۾ تمام وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. خاص ڪري آغا ابراهيم شاهه حڪمت جي حوالي سان وڏو نالو ڪڍيو. آغا ابراهيم شاهه کان پوءِ به هن خاندان ۾ نامیارا حڪيم پيدا ٿيا. آغا ابراهيم شاهه جي پٽ آغا شاهه اسماعيل کي ٽي پٽ ٿيا. جن مان آغا زين العابدين شاهه، آغا نقي شاهه، آغا ڪاظم شاهه وغيره شڪارپور جا گورنر پڻ ٿيا.

**آغا بدرالدين دُراني:** آغا بدرالدين ولد آغا شمس الدين دراني ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور جي



دراني پٺاڻن مان مشهور سياستدان ۽ علم دوست انسان ٿي گذريو آهي. 23 مارچ 1912ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. مئٽرڪ ڪراچيءَ مان ڪيائين ۽ پوءِ اعليٰ تعليم علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ مان ورتائين. فارسي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۽ ادب تي عبور حاصل هئس. 1937ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين انهيءَ سان لاڳاپيل رهيو. مسلم ليگ جو ضلعي صدر پڻ رهيو. ان کان سواءِ صوبائي اليڪشن ڪميشن جو ميمبر به رهيو. ڊسمبر 1946ع ۾ مسلم ليگ ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. چونڊن ۾ ڪانگريس جي اميدوار کي شڪست ڏئي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. 1947ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو. 1953ع جي چونڊن ۾ ٻيهر ميمبر ٿيو ۽ ڪجهه عرصو سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو ويو. سندس ذاتي ڪتب خانو "آشيانهءِ ادب" نالي سان ناياب قلمي نسخن، نوادارات ۽ قيمتي ڪتابن سان ڀريل ضلعي جو نادر ۽ وڏو ڪتبخانو شمار ٿئي ٿو. هن 1937ع ۾ هفتيوار اخبار "پيغام صلح" جاري ڪئي. آغا صاحب سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر رهي چڪو آهي. حج جي سعادت به حاصل ڪئي. انهن حاجين جي رهنمائيءَ لاءِ "مسافر حجاز" ڪتاب لکيو. ان کان سواءِ هن جي ٻين ڪتابن ۾ "ڪامرس ان پاڪستان" ۽ "سنڌ ۽ هتي جا ماڻهو" مشهور آهن. آغا صاحب 26 جنوري 1965ع تي وفات ڪئي.

**آغا تاج محمد خان:** (1904- 1959ع) نامور تعليم دان، عالم ۽ اديب آغا تاج محمد خان 16 سيپٽمبر 1904ع ۾ تعلقي ۽ ضلعي سکر جي ڳوٺ



"باگڙجي" ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو عبدالمجيد خان هو. هن کي ٻهراڻين قرآن پاڪ جي تعليم ڏيارڻي وئي ۽ ڪجهه پارسي پڙهائي. پوءِ ڳوٺ جي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. جتي هن سنڌيءَ جا پنج درجا پاس ڪيا. آغا تاج محمد والد جي طرفان نسلي طرح افغاني هو ۽ والده جي طرفان ايراني هو. تنهنڪري ابتدا کان وٺي سنڌي ۽ فارسي ٻولين سان رغبت هئس. آغا صاحب ثانوي تعليم سکر شهر جي ميونسپل اسڪول ۾ حاصل ڪئي. سال 1925ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين. آغا تاج محمد بي اي ۽ بي ٽي فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪئي. گريجوئيشن 1929ع ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. ان عرصي ۾ سنڌ مدرسي ۾ استاد رهيو. 1932ع ۾ علي ڳڙهه مان بي ٽي ڪرڻ کان پوءِ سنڌ مدرسي ۾ مستقل استاد مقرر ٿيو. لوڪل بورڊ جي ملازمت ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ انسپيڪٽر آف اسڪولس ٿيو ۽ ان کان پوءِ خيرپور رياست ۾ ڊائريڪٽر آف

اسڪولس مقرر ٿيو آغا تاج محمد پنهنجي وقت جو انگريزي، سنڌي، اردو ۽ فارسي، جو مشهور مقرر ليکيو ويندو هو. 1941ع ۾ حڪومت برطانيه طرفان کيس "قيصر هند" جو ميڊل مليو. 1945ع ۾ کيس "خان صاحب" جو لقب مليو. 1949ع ۾ کيس پاڪستان کي يونيسڪو ۾ متعارف ڪرائڻ جو اعزاز حاصل ٿيو. 1948ع کان صوبائي اسڪائوٽ ڪمشنر رهيو. ابتدا کان ريڊڪراس سان وابسته هو ۽ روٽري ڪلب جو ميمبر پڻ رهيو. 1953ع ۾ کيس "جسٽس آف پيس" جي لقب سان نوازيو ويو. "ڀٽ شاهه ميموريل ڪائونسل" ۽ "شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ڪلچر سينٽر" جي سينٽرل ڪميٽي، جو بنيادي ميمبر سيڪريٽري ۽ بنياد وجهندڙ هو ۽ آخري دم تائين ميمبر رهي خدمت ڪندو رهيو.

سنڌ يونيورسٽي، کي قائم ۽ سگهارو ڪندڙن ۾ آغا صاحب جو نالو هميشه ياد رهندو. پاڻ يونيورسٽي قائم ٿيڻ کان وٺي، سندس انتقال تائين پورا 12 سال يونيورسٽي، جو رجسٽرار رهيو. سندس دور سنڌ يونيورسٽي، جو سونهري دور ليکيو ويندو آهي.

آغا صاحب اديب، شاعر، ليکڪ، تعليمدان ۽ وڏو منتظم هو. سنڌي گرامر تي سندس ڪيترا ڪتاب لکيل آهن. هن شاهه لطيف جي فن ۽ فڪر تي به مقالا لکيا آهن. سندس شمار انهن ٿورن اديبن ۽ تعليمي ماهرن ۾ ڪيو ويندو آهي، جن کي راڳ جي ڄاڻ هئي. آغا صاحب 10 آڪٽوبر 1959ع تي حيدرآباد ۾ لاڏاڻو ڪيو.



**آغا، تيمور خان پٺاڻ:** آغا تيمور خان پٺاڻ اڳوڻي وزير آغا طارق خان پٺاڻ جو پٽ آهي. هو گريجوئيٽ ۽ پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. 2008ع وارين چونڊن ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي شڪارپور جي تڪ پي ايس 11 مان ميمبر چونڊجڻ بعد هو سنڌ جو منشيات ۽ غيرقانوني آبادي کي روڪڻ وارن معاملن جو وزير آهي. سندس مستقل رهائش سلطان ڪوٽ ضلعي شڪارپور ۾ آهي.

**آغا جان محمد خان:** (ميجر) آغا عطامحمد خان جو والد آغا جان محمد خان، سلطان ڪوٽ جي دراني پٺاڻ زميندارن مان هو. هو 1920ع کان 1937ع تائين بمبئي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. سنڌ جي بمبئي، کان علحدگي، بعد سنڌ اليڪٽوريل ڪاميٽي، جو ميمبر رهيو. آغا جان محمد خان پراڻي وضع قطع جو بزرگ هو. هن 1938ع ۾ وفات ڪئي.

**آغا جعفر علي خان:** آغا جعفر علي خان ولد آغا غلام علي خان، پهرين ايڪسائيز سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو. بعد ۾ وائيسريگل ڪميشن معرفت فوج ۾ سيڪنڊ ليفٽيننٽ مقرر ٿيو. ٻي، عالمگير جنگ ۾ ڪپتان جي عهدي تي ڪرنيٽا ۾ موومينٽ آفيسر ٿي رهيو. جنگ جي خاتمي کان پوءِ ڊائريڪٽر ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن مقرر ٿيو. 1960ع ۾ رٽائر ڪيائين.

**آغا حسن عابدي:** آغا حسن عابدي، 1922ع ڌاري، لکنئو (ڀارت) ۾ ڄائو. انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ قانون جي ڊگري پڻ ورتائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ، بئنڪاري، جو پيشو اختيار ڪيائين. 1946ع ۾ حبيب بئنڪ سان منسلڪ ٿيو. ٻارهن سالن جي ملازمت دوران گهڻن ئي انتظامي عهدن تي خدمتون سرانجام ڏنائين. 1959ع ۾، پاڪستان ۾ يونائيٽيڊ بئنڪ



(U.B.L.) قائم ڪيائين. سندس صدارت ۾، ڏسندي ڏسندي، يونائيٽيڊ بئنڪ پاڪستان جي ٻيو نمبر وڏي ڪمرشل بئنڪ بڻجي وئي. جڏهن پاڪستان ۾، بئنڪن کي سرڪاري ملڪيت ۾ ورتو ويو ته پاڻ، خود ئي يونائيٽيڊ بئنڪ مان رٽائر ڪيائين. بعد ۾ هڪ وڏي انٽرنيشنل بئنڪ، "بئنڪ آف ڪريڊٽ اينڊ ڪامرس انٽرنيشنل" (B.C.C.I) جو بنياد وڌائين. اها بئنڪ هن خاص طور تي واپاري مقصدن لاءِ قائم ڪئي هئي، پر بعد ۾ آغا صاحب انهي، بئنڪ کي ٽين، دنيا جي ملڪن جي ڪليدي پلاٽي، جو هڪ ادارو بڻائي ڇڏيو. هن خانگي طرح بيشمار خاندانن جي علاج معالجي، اديبن جي مدد ۽ ٻارن جي پلاٽي، لاءِ وڏو ڪم ڪيو. اجتماعي سطح تي آغا صاحب ڪراچي سنڌ ۾ ڪيترائي سماجي ۽ فلاحي ادارا ۽ فائونڊيشن قائم ڪيا، جن جو مقصد ماحولياتي تحفظ، غربت ۽ بک جو خاتمو هو.

آغا صاحب، ٽين دنيا ۾ بهترين خدمتون سرانجام ڏيڻ تي هڪ لک ڊالرن جو "ٿرڊ ورلڊ پرائيز" قائم ڪيو ۽ حڪومت پاڪستان کي ملڪي مسئلن ۽ اقتصادي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ، وڏا وڏا قرض ڏنا. هن "ٿرڊ ورلڊ فائونڊيشن" قائم ڪري، هڪ تحقيقي رسالو "سائوٿ" جاري ڪيو ۽ ڪتابن جي ڇپائي، جو اهتمام ڪيو. 1989ع ڌاري، مختلف سببن ڪري، بي. سي. سي. آءِ ڪمزور ٿي وئي، جنهنڪري آغا صاحب جي دل تي گهرو اثر ٿيو. آخرڪار 5 آگسٽ 1995ع تي لاڏاڻو ڪري ويو.

**آغا حسن علي:** آغا حسن علي جنوري 1898ع ۾ پيدا ٿيو. بمبئي يونيورسٽي، مان بي. اي، ايل ايل بي پاس ڪرڻ کان پوءِ 1916ع ۾ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ ٿيو. 1920ع ۾ مٿيون عهدو ڇڏي سکر ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ 1923ع ۾ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو ۽ 1931ع ۾ ائڊيشنل سيشن جج ٿيو. 1943ع ۾ ايڊووڪيٽ جنرل ٿيو ان کان پوءِ چيف ڪورٽ ڪراچي، جو جسٽس مقرر ٿيو جتان 1955ع ۾ رٽائر ڪيائين.

**آغا حشر ڪاشميري:** ناليوارو شاعر ۽ اديب، آغا حشر ڪاشميري، پهرين سيپٽمبر 1879ع تي، امرتسر (ڀارت) ۾ ڄائو. سندس پيءُ آغا سيد غني شاهه 1868ع ۾ پنهنجي وڏي پاءُ سان گڏ، شالن جي ڪاروبار جي سلسلي ۾، سرينگر مان بنارس آيو ۽ پوءِ امرتسر ۾ ئي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. سندس اصلي نالو آغا محمد شاهه هو. اردو، فارسي، ۽ عربي، جي تعليم پنهنجي پيءُ کان ورتائين. بعد ۾ بنارس جي راڄ نارائڻ هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. ان ئي اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران کيس شعر و شاعري، سان



دلچسپي ٿي ۽ "حشر" تخلص رکي، مقامي مشاعرن ۾ حصو وٺندو رهيو. 1897ع ۾ بمبئي، جي مشهور پارسي "ٿئيٽريڪل ڪمپني"، بنارس ۾ آئي ۽ آغا حشر ان ڪمپني، جا ڊراما ڏٺا ته کيس به لکڻ جو شوق جاڳيو. منشي احسن لکنوي، انهي، ڪمپني، جو ڊرامه نگار هو. آغا صاحب سائس ملاقات

ڪئي ۽ سندس همت افزائي ۽ سان ئي هن پهريون ڊرامو ”آفتاب محبت“ 1901ع ۾ لکيو، جيڪو اسٽيج نہ ٿي سگھيو، پر شايع ٿيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ آغا حشر بمبئيءَ هليو ويو، ۽ اتي آلفريڊ ناٽڪ ڪمپنيءَ ۾ ڊراما نويس طور مقرر ٿيو. اتي هن پهريون ڊرامو ”مريد شڪ“ هو، جيڪو شيڪسپيئر جي ڊرامي ’دي ونٽرس ٽيل‘ (The Winter's Tail) جو آزاد ترجمو هو. هي ڊرامو تمام گهڻو ڪامياب ويو، جنهن کان پوءِ هو مسلسل ڊراما لکندو رهيو.

1910ع ۾ حيدرآباد دکن ۾ پنهنجي ذاتي ڪمپنيءَ جو قيام ڪيائين، پر اُها ڪامياب نہ ٿي سگهي. ان کان پوءِ دهليءَ ۾ ’انڊين شيڪسپيئر ڪمپنيءَ‘ ۽ ڪلڪتي ۾ ’ميڊن ٿيٽر‘ سان لاڳاپيل رهيو. ميڊن ٿيٽر جي ملازمت ترڪ ڪرڻ کان پوءِ فلمي دنيا ۾ آيو. فلمي دنيا اختيار ڪرڻ کان پوءِ، 1935ع ۾ لاهور آيو.

آغا حشر هڪ سٺو شاعر بہ هو. سندس نظم بي انتها مقبول ٿيا. ”ڪليات آغا حشر“ ۾ سندس سڄي شاعري شامل آهي. مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ حسن نظاميءَ جي سياسي مهمن ۾ ساڻن گڏ رهيو. هن جي ڊرامن جو اثر سنڌي زبان جي ڪيترن ڊراما نگارن ورتو ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ نہ رڳو آغا حشر جا اردو ڊراما اسٽيج ٿيا، پر سندس ڊرامن جا سنڌيءَ ۾ بہ ترجما ٿيا. سنڌ جي ڊرميٽڪ سوسائٽين تي آغا حشر جو ڪافي اثر قبول ڪيو. 25 اپريل 1935ع تي وفات ڪيائين.

**آغا خان:** اسماعيلي فرقي جي امامن جو اعزازي لقب آهي، جيڪو سڀ کان پهرين اوڻيهين صديءَ ۾ آغا شاهہ حسن عليءَ کي ايران جي شهنشاهہ فتح علي شاهہ قاچار کان مليو، جنهن جو هيءُ ناٺي هو. هن امامت واري سلسلي ۾ هيستائين چار آغا خان ٿي چڪا آهن. آغا خاني اسماعيل فرقي جو سنڌ سان وڏو واسطو رهيو آهي ۽ سندس معتقدن ۽ پوئلڳن جو وڏو تعداد سنڌ ۾ رهي ٿو. جن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:



آغا خان پهريون: اسماعيلي فرقي جو چاليهون امام آغا شاهہ حسن علي، 1800ع ڌاري ايران ۾ ڄائو. هو ايران جي قاچاري خاندان جي بادشاهہ فتح علي شاهہ جو ڏوهٽو هو. پهرين سندس والد ۽ پوءِ هو پاڻ ”ڪرمان“ صوبي جو گورنر ٿيو. محمد علي شاهہ قاچار جي حڪومت ۾ 1838ع ۾ بادشاهہ جي مخالفت سبب کيس ايران مان جلاوطن ڪيو ويو. ٺٽهڪري بلوچستان جي رستي سنڌ ۾ پهتو ۽ ”جهرڪن“ جي شهر ۾ اچي رهيو، جتي آغا خان جو ”محلات“ اڄ بہ موجود آهي. ايران حڪومت جي احتجاج سبب حيدرآباد جي ٽالپر حاڪمن سندس گرفتاريءَ لاءِ بلوچن جي فوج موڪلي ۽ جهرڪن ۾ لڙائي لڳي. نيٺ سنڌ ڇڏي بمبئيءَ هليو ويو ۽ اتي ئي رهائش اختيار ڪيائين، جتي سندس رهائش جو هنڌ ’حسن آباد‘ جي نالي سان اڄ بہ مشهور آهي. اتي ئي اپريل 1881ع ۾ وفات ڪيائين.

آغا خان ٻيو: آغا علي شاهہ ، اسماعيلي فرقي جو سٺيتاليهون امام هو. هيءُ پيءُ سان گڏ پهرين سنڌ آيو ۽ پوءِ بمبئيءَ هليو ويو. پنهنجي وقت جي فارسي ۽ عربيءَ جي نالي وارن استادن کان تعليم حاصل ڪيائين. قرآن شريف جو گهرو مطالعو هئس. کيس عربي، فارسي ۽ فرانسيسي ٻولين تي عبور حاصل هو. گهوڙي سواريءَ جو تمام گهڻو شوقين هو. هن بمبئيءَ ۾ ’محمڊن نئشنل اسوسيئيشن‘ قائم ڪئي. سندس غير معمولي خدمتن جي اعتراف طور



بمبئيءَ جي بلديہ ۾ بلدياتي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. هن ٽي شاديون ڪيون. پهرين ٻن گهروارين جي وفات کان پوءِ ايراني دربار جي نالي واري شخصيت نظام الدولہ جي پاٽيءَ، نواب عاليہ شمس الملڪ سان شادي ڪيائين، جنهن جي ڪُک مان آغا خان ٽيون پيدا ٿيو. هيءُ شڪار جو شوقين هو. سنڌ ۾ لاڙ واري حصي ۾ ڪيترن ئي سادات خاندان سان دوستيءَ جا ناتا ڳنڍيائين. جهمپير جي ويجهو اسير پير جي درگاهہ وٽ سندس محلات اڄ بہ آهي. 1885ع ۾ وفات ڪيائين.

آغا خان ٽيون: هز رائل هائينس سر سلطان محمد شاهہ اسماعيلي فرقي جو اٺيتاليهون موروثي امام هو. 2 نومبر 1877ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ’کيکريءَ‘ واري آغا خان محل ۾ سندس ولادت ٿي. سندس



پوئلڳ پاڪستان، ايران، افغانستان، ڀارت، اوڀر آفريڪا، وچ ايشيا، برطانيہ، آمريڪا ۽ ڪئناڊا ۾ پکڙيل آهن. سر آغا خان هميشہ هندستان جي مسلمانن جي معاملن ۾ گهري دلچسپي وٺندو رهيو. پاڻ 1906ع ۾ وائسراءِ سان ملڻ لاءِ ويل مسلمانن جي وفد ۾ بہ شامل هو. ڪل هند مسلم ليگ جو باني ۽ پهريون صدر هو. 1910ع ۾ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهہ جي تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سرگرم ڪوششون ڪيائين. 1930ع ۽ 1931ع ۾ لنڊن گول ميز ڪانفرنس جي ٻن اجلاسن ۾ برطانوي هند جي وفد جو اڳواڻ هو. 1932ع ۾ جنيوا ۾ ٿيندڙ هٿيار گهٽائڻ واري ڪانفرنس (تخفيف اسلحہ ڪانفرنس) ۽ 1932ع، 1934ع ۽ 1937ع ۾ ليگ آف نيشنز ۾ هندستان جي نمائندگي ڪيائين. سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرائڻ ۾ سندس وڏو ڪردار هو. گهوڙن جي ريس سان خاص دلچسپي هيس. پلائيءَ وارن ڪمن ۾ پئسا خرچ ڪندو رهندو هو. پنهنجن پوئلڳن کي بہ تعميري ڪمن جو شوق ڏياريائين. شروع کان ئي يورپ ۾ رهائش اختيار ڪئي هئائين. سر سلطان محمد شاهہ آغا خان، 11 جولاءِ 1957ع ۾ وفات ڪئي. وفات کان پوءِ کيس سندس وصيت موجب ’اسوان‘ بند جي ويجهو مصر ۾ دفن ڪيو ويو ۽ سندس وصيت مطابق شهزادو ڪريم (آغا خان چوٿون) سندس جاءِ نشين ٿيو، جيڪو سندس پوٽو آهي. آغا خان ٽئين کي ٻہ فرزند ٿيا: علي خان ۽ صدرالدين آغا خان. ٽئين جي آتم ڪٿا جو ”سنڌي ترجمو“ مشهور ڪتابن ۾ شمار ٿئي ٿو.

آغا خان چوٿون: اسماعيلي فرقي جو اڻونجاهون امام، شهزادو ڪريم آغا خان، آغا خان ٽئين جو پوٽو ۽ شهزادي علي خان جو فرزند آهي. 13 ڊسمبر 1936ع ۾ جنيوا (سوئٽزرلينڊ) ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم گهر ۾ ئي حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم سوئٽزرلينڊ ۽ آمريڪا جي هارورڊ يونيورسٽيءَ مان ورتائين. 11 جولاءِ 1957ع تي پنهنجي ڏاڏي جي وفات کان پوءِ اسماعيلي فرقي جي اڻونجاهين امام طور گادي نشين ٿيو. کيس انگريزي، فرانسيسي، اردو، فارسي، اطالوي ۽ هسپانوي ٻولين تي عبور حاصل آهي. تاريخ جو گهرو مطالعو اٿس. فوٽبال، ٽينس، ٻيڙي هلائڻ ۽ اسڪيٽنگ سندس پسند جون رانديون آهن. ڏاڏي جي روايتن کي



زنده رکندي، بيروت يونيورسٽيءَ ۾ اسلاميات جي چيئر، ڪراچيءَ ۾ آغا خان ميڊيڪل يونيورسٽيءَ ۾ 670 بسترن واري اسپتال، تهران ۾ هاسٽل، نئروبيءَ ۾ اسپتال ۽ سوئٽزرلينڊ ۽ فلپائن ۾ اسلامي تحقيقاتي مرڪز قائم ڪيائين. پاڪستان سان خاص محبت اٿس. 1969ع ۾ انگريز خاتون سان شادي ڪيائين ۽ سندس اسلامي نالو سليمه رکيائين. جنهن جي ڪُک مان ٽي ٻار اٿس: شهزادي زهره، شهزادو رحيم ۽ شهزادو حسين. سندس سماجي ڪم دنيا ۾ مشهور آهن، جن ۾ AKRSP هڪ مثالي ادارو آهي. بيگم سليمه کي طلاق ڏيڻ کان پوءِ هڪ جرمن خاتون سان شادي ڪيائين. انهيءَ بيگم جو نالو انارع آهي. ٻيءَ بيگم مان هڪ شهزادو اٿس، جنهن جو نالو شهزادو علي محمد آهي.

**آغا خان اسپتال حيدرآباد:** آغا خان يونيورسٽي اسپتال ڪراچيءَ جي انتظام هيٺ هلندڙ هن اسپتال جو مڪمل نالو آغا خان ميٽرنٽي اينڊ چائلڊ ڪيئر سينٽر آهي. هيءَ اسپتال 1989ع ۾ قائم ٿي، جنهن جو افتتاح پرنس ڪريم آغا خان ڪيو. هن اسپتال ۾ مناسب معاوضي عيوض ماءُ ۽ ٻار جي



صحت لاءِ مختلف سهوليتن جو انتظام ٿيل آهي. آغا خان هيلٿ سروسز پاڪستان طرفان ماءُ ۽ ٻار جي صحت جو پهريون مرڪز سلطان آباد (ٽنڊي الهيار) تعلقي ۾ 1956ع ڌاري قائم ڪيو ويو. ٻن سالن کان پوءِ آغا خان ميٽرنٽي هوم حيدرآباد ۾ تلڪ چاڙهي وٽ قائم ٿيو. ٻار ڄمڻ دوران سامهون ايندڙ پيچيدگين کي نظر ۾ رکندي، آغا خان هيلٿ سروسز پاڪستان طرفان 1989ع ۾ هن اسپتال جون خدمتون شروع ڪيون ويون. موجود وقت ۾ هيءَ اسپتال حيدرآباد جي بهترين اسپتالن ۾ شمار ٿئي ٿي ۽ ڄامشورو روڊ تي قاسم چوڪ کان اڳيان آهي.

**آغا خان اوارڊ:** 29 فيبروري 1976ع تي پرنس ڪريم آغا خان، 'آغا خان اوارڊ' جاري ڪيو، جيڪو فنِ تعمير متعلق آهي. سندس مقصد آهي ته دنيا جون عظيم يادگار عمارتون، جيڪي ڊهڻ تي رهيون آهن، تن جي حفاظت ڪئي وڃي، ۽ ان سان گڏوگڏ نين عمارتن جا شاندار نمونا به ٺاهيا وڃن. انهيءَ مقصد جي حوصلي افزائيءَ لاءِ 'آغا خان اوارڊ' شروع ڪيو ويو. هن اوارڊ جي رقم پنج لک آمريڪي ڊالر آهي ۽ اهو انعام هر ٽئين سال ڏنو ويندو آهي. پهريون اوارڊ آگري جي مغل شيرٽن هوٽل کي ڏنو ويو هو. 1986ع جو اوارڊ



پونگ مسجد (صادق آباد)، جنهن کي 1986ع جو 'آغاخان تعميراتي اوارڊ' حاصل ٿيو

صادق آباد جي "پونگ مسجد" کي مليو، جيڪا اسلامي فن تعمير جو هڪ شاهڪار آهي. 1989ع جو اوارڊ لبنان، مراڪش، بنگلا ديش، انڊونيشيا، ترڪي، سعودي عرب، تيونس ۽ فرانس جي ڪجهه قديم ۽ جديد عمارتن کي مليو. هيستائين جن عمارتن کي 'آغا خان اوارڊ' ملي چڪو آهي، انهن ۾ ڍاڪا جي قومي اسيمبليءَ جي عمارت، تيونس جو هڪ پرائمري اسڪول ۽ پئرس جو عربي ادارو شامل آهن.

**آغا خان فائونڊيشن:** آغا خان فائونڊيشن، هز هائينيس پرنس ڪريم آغا خان قائم ڪئي. فائونڊيشن جو بنيادي مقصد ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن جي سماجي حالتن کي سڌارڻ آهي ۽ خاص طور تي صحت، تعليم ۽ ڳوٺاڻي آباديءَ جي ترقيءَ وارن پروگرامن لاءِ امداد ڏئي انهن کي بهتر ڪرڻ آهي.

آغا خان فائونڊيشن سوئٽزرلينڊ ۾ رجسٽرڊ ٿيل آهي ۽ ان جي هيڊ آفيس جنيوا ۾ آهي. فائونڊيشن جون شاخون پاڪستان، ڪينيا، ڀارت ۽ بنگلاديش ۾ آهن ۽ ان جون مددي شاخون برطانيا، ڪئناڊا ۽ آمريڪا ۾ آهن. فائونڊيشن هڪ غيرسرڪاري ادارو آهي، پر انهيءَ جا مقصد ۽ پاليسيون سڀني لاءِ ساڳيون آهن. اهي پاليسيون فائونڊيشن جي بورڊ جا ڊائريڪٽر جوڙيندا آهن، جن جو چيئرمئن پرنس ڪريم آغا خان پاڻ آهي.

فائونڊيشن جي ادارن جو سرشتو ڇهن ڪتبن ذريعي ٻڌل آهي ۽ ان سان ويجهي لهه وچڙ جي ڪري ئي، دنيا جي مسئلن جي نشاندهي ٿئي ٿي ۽ اها به خبر پوي ٿي ته ڪهڙن ملڪن ۾ انهن مسئلن جي حل لاءِ وسيلا موجود آهن.

آغا خان فائونڊيشن جا پروگرام هيٺين ٽن وڏن شعبن تي مشتمل آهن: (1) صحت، (2) تعليم، ۽ (3) ڳوٺ سڌار پروگرام.

صحت: پاڪستان ۾ صحت جون سهولتون تمام گهٽ آهن ۽ پاڪستان ۾ صحت جا مسئلا به ٽينءَ دنيا جي ٻين ملڪن جهڙا آهن. سلهه، ڊائريا يا غذا جي کوٽ ۽ وچڙندڙ بيمارين جا مسئلا پاڪستان جي لڳ ڀڳ سڀني علائقن ۾ آهن. آغا خان فائونڊيشن انهن مسئلن تي ويچاريو ۽ انهن جي حل ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ثابت ٿيو ته انهن بيمارين کي ٿيڻ کان روڪي سگهجي ٿو. اهڙو اظهار 1983ع ۾ ورلڊ بئنڪ پاڪستان جي هيلٿ سيڪٽر رپورٽ ۾ ڪيو ويو آهي.

تعليم: پاڪستان ۾ تعليم جا به انيڪ مسئلا آهن. اسڪولن لاءِ عمارتون گهرجن ۽ جيڪي آهن، انهن ۾ به اهي سهولتون موجود نه آهن، جيڪي بهتر تعليمي ماحول لاءِ ضروري هونديون آهن. سکيا ورتل استادن جي به کوٽ آهي. انهن مسئلن کي منهن ڏيڻ ۽ تعليمي معيار کي وڌائڻ لاءِ، آغا خان فائونڊيشن پاڪستان جي اترين ۽ ڏاکڻين علائقن ۾ ڪن پروگرامن جي چونڊ ڪئي آهي. انهن پروگرامن هيٺ استادن کي پڙهائيءَ جا جديد طريقا سيکارڻ

۽ اسڪولي عمارتن ۾ 'پنهنجي مدد پاڻ' جي اصولن هيٺ سڌارو ۽ واڌارو آڻڻ آهي. ان ڏس ۾ فائونڊيشن هيٺين ٽن پروگرامن جي چونڊ ڪئي آهي:

(1) استادن لاءِ معلوماتي مرڪز. (2) استاد جي پنهنجي اسڪول ۾ سڌاري لاءِ پروگرام. (3) 'پنهنجي مدد پاڻ ڪريو' جي بنياد تي اسڪولن لاءِ عمارتون جوڙائڻ جو پروگرام.

**ڳوٺ سڌار پروگرام:** 1982ع ۾ آغا خان فائونڊيشن هڪ ڳوٺ سڌار پروگرام شروع ڪيو. 'پنهنجي مدد پاڻ ڪريو' جي اصول تحت، فائونڊيشن جو عملو ڳوٺاڻن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪري، اهڙين رٿائن جي نشاندهي ڪندو آهي، جن کي ڳوٺاڻا پاڻ هلائي سگهن. ان ڏس ۾ هنري ۽ مالي مدد فائونڊيشن فراهم ڪندي آهي. انهن پروگرامن کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ فائونڊيشن ٻه وڏا ترقياتي پروگرام شروع ڪيا آهن: (1) ڳوٺاڻن علائقن لاءِ امداد جو پروگرام. (2) رهائشي حالتن جي ترقيءَ جو پروگرام.

پاڪستان ۾ فائونڊيشن جي پهرين شاخ 1969ع ۾ قائم ڪئي وئي هئي. ان کان پوءِ پاڪستان ۾ پروگرامن جو تعداد تيزيءَ سان وڌندو رهيو آهي. 1979ع ۾ ڪل پنج پروگرام هئا ۽ 1989ع ۾ انهن پروگرامن جو تعداد 16 ٿي ويو ۽ 1990ع تائين 19 پروگرامن جي بجيٽ تيار ڪئي وئي، جيڪا ڏهن لکن ڊالرن کان وڌي ٻه ڪروڙ چوڏهن لک ڊالرن تائين وڃي پهتي.

**آغا خان يونيورسٽي:** آغا خان يونيورسٽي 1983ع ڌاري قائم ٿي. آغا خان يونيورسٽي هڪ خانگي، خودمختيار ادارو آهي، جيڪو انساني ڀلائيءَ، تحقيق، تربيت ۽ برادريءَ جي خدمت سرانجام ڏيڻ ٿو. هن جو بنياد معيار، پهچ، اثر ۽ لاڳاپي جي اصولن تي رکيل آهي. يونيورسٽيءَ جا ڪيمپس پروگرام افغانستان، اوڀر آفريڪا، مصر، پاڪستان، شام ۽ برطانيا ۾ هلي رهيا آهن. هن ۾ تربيتي اسپتالون، نرسنگ اسڪول، هڪ ميڊيڪل ڪاليج، انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشنل ڊولپمينٽ، هڪ امتحاني بورڊ ۽ مسلم تهذيبن بابت تعليم جون سهولتون موجود آهن.

**آغا خان يونيورسٽي اسپتال:** پاڪستان جي پهرين پرائيويٽ ميڊيڪل يونيورسٽي، جيڪا ڪراچيءَ ۾ آهي. ان جي منظوري حڪومت پاڪستان 16 مارچ 1983ع تي ڏني ۽ ان جو باقاعدي افتتاح 1985ع ۾



پاڪستان جي ٽئين صدر جنرل محمد ضياءالحق ڪيو. هن يونيورسٽيءَ جو مقصد نون سائنسي علمن جي واڌاري ۽ اسرندڙ ملڪن کي پيش ايندڙ مسئلن جي حل لاءِ انساني وسيلن جي ترقي آهي. يونيورسٽيءَ جي پهرين نشڪلتي طب جي آهي، جنهن ۾ هڪ ميڊيڪل ڪاليج ۽ هڪ نرسنگ اسڪول آهي. ڪاليج جو بنيادي مقصد ڊاڪٽرن ۽ سرجنن جي تعليم ۽ تربيت آهي. شروعات ايم. بي. بي. ايس لاءِ پنجن سالن جي نصاب موجب تعليم ۽ تربيت جي منصوبي سان ڪئي وئي. يونيورسٽي ڪئمپس ۾ هڪ اسپتال به قائم آهي، جنهن جو الحاق هڪ معاهدي تحت هن يونيورسٽيءَ سان ٿيل آهي. پر ان جو انتظام هڪ الڳ ڪاميٽيءَ وٽ آهي. اسپتال ۾ ساليانو 32 هزار مريضن جي اندرين داخلا، علاج ۽ سهولتن ۽ اوائلي لک کان وڌيڪ ٻاهرين مريضن جي علاج جو بندوبست ٿيل آهي. اسپتال ۾ طب جي گريجوئيٽ شاگردن جي تربيت کان علاوه نرسن، طبي ڪارڪنن، ٽيڪنيڪل ۽ ٻئي طبي ۽ فني عملي جي تربيت لاءِ به سهولتون مهيا ڪيل آهن.

**آغاخاني:** شيعا امامي، اسماعيلي عقيدي وارن کي هاڻي 'آغاخاني' به سڏيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي آغاخان جا مريد آهن. اهو لقب هن طرح پيو جو 1902ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ خوجا اسماعيلي جماعت جا چار ليڊر، هزهائينس سر سلطان محمد شاهه آغا خان سان، حيدرآباد (سنڌ) ۾ ڪرنابل دربار ۾ مقابلي لاءِ سامهون ٿيا ۽ ڪائنس ڪيترا ئي سوال پڇيائون، جن جو واسطو هزهائينس جي صحيح امام هجڻ، عليءَ جي اولاد هجڻ، اسماعيلي خوجن جي مسلمان هجڻ ۾ شڪ بابت هئا، ۽ اهڙا ٻيا ڪيترائي سوال هئا. انهن ليڊرن جا نالا هي هئا: (1) ميرپور بٺوري مان سيٺ حاجي محمد جعفر، (2) ٺلهار مان خالقڏنو (3) ٽنڊي شهر مان نارو ۽ (4) ڪراچيءَ مان ڪريم.

هزهائينس انهن چئن ئي کي جواب ۾ فرمايو ته جن مولوين اوهان کي اهو سبق پڙهايو آهي، انهن کي مون وٽ آڻيو پلي اهي سڄيءَ دربار ۾ مون سان بحث ڪن. باقي جيڪڏهن اوهان کي منهنجي عليءَ جي اولاد هجڻ يا منهنجي حاضر امام هجڻ ۽ اسماعيلي خوجن جي مسلمان هجڻ ۾ شڪ آهي ته اوهين ڀلي منهنجي مريدي ڇڏي وڃو منهنجا دروازا کليل آهن. جيڪو مون سان گڏ رهڻ چاهي، اهو مون سان رهي ۽ جيڪي مون کي ڇڏي وڃڻ چاهين، سي ڀلي هليا وڃن. منهنجي انهن کي اجازت آهي.

اهڙيءَ طرح اهي چار ئي ليڊر ۽ انهن جا پوئلڳ آغا خان جي مريدي ڇڏي اثناعشري شيعه جماعت سان وڃي مليا ۽ 'ٻڙائي خوجا' (اثنا عشري خوجا) سڏجڻ ۾ آيا، ۽ اهي جيڪي آغا خان سان رهيا، اهي 'پنجي ڀائي' يعني آغا خاني سڏجڻ ۾ آيا. اهو آغا خاني لقب پهرين سنڌ ۾ رواج ۾ آيو ۽ پوءِ سڄي ننڍي کنڊ ۽ دنيا ۾ مشهور ٿي ويو.

سنڌ جا ٻڙائي ۽ پنجائي خوجا هڪ ٻئي سان شاديءَ مراديءَ ۾ ڪونه اچن وڃن. هڪ ٻئي سان وهنوار ڪونه رکن.

**آغا رفيق:** آغا رفيق احمد 2 نومبر 1949ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي صحافت (Journalism) ۾ ڪيل اٿس.



هو ماس ڪميونيڪيشن ڊپارٽمينٽ جو چيئرمين رهي چڪو آهي ۽ هن وقت هو رٽائر آهي. هو سٺو ڪهاڻيڪار، ڊراما نگار ۽ ڪالم نگار آهي. سنڌس ڪالم مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن ۽ سنڌس ڪالمن کي وڏي پذيرائي حاصل رهي آهي. هن جون لکيل ڪهاڻيون سنڌي ادب ۾ سٺو مقام رکن ٿيون. هن جا ڪيترائي ٽي وي ڊراما ۽ سيريل رليز ٿيل آهن ۽ هو ٽي وي ڊرامن جو پسنديده ليکڪ آهي. هن وقت ڄامشورو ۾ رهندڙ آهي.

**آغا روشن علي پنهان:** شاعر مضمون نويس ۽ تعليم دان آغا روشن علي پنهان 31 مئي 1942ع تي آغا شير محمد پنهان جي گهر ۾ دربيلي تعلقي ڪنڊياري ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم دربيلي مان ۽ مئٽرڪ ۽ انٽر حيدرآباد ۾ پڙهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي اسلامڪ ڪلچر ۾ ڪيائين. ڪجهه وقت زراعت کاتي ۾ ملازم رهيو ان کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ايڇ ايس ٽي طور ڀرتي ٿي مستقل طور شهدادپور ۾ رهائش اختيار ڪيائين سٺي استاد ۽ منتظم هئڻ ڪري سنڌ سرڪار سندس انتظامي صلاحيتن کي آڏو رکندي کيس سانگهڙ جو ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر مقرر ڪيو ادبي ذوق سبب شهدادپور ۾ سنڌي ادبي سنگت جي بنياد رکندڙن مان هو ۽ ان پليٽ فارم تان ڪيترائي ادبي پروگرام ۽ "لطيف سائينءَ جا ڏهاڙا"



ملهايائين. انقلابي طبيعت سبب مزاحمتي شاعري به ڪيائين. جيڪا مختلف ادبي رسالن ۾ ڇپيل آهي. سندس شاعريءَ جو مجموعو "ڪاريا ڏينهن لٿي ويا" ڇپائيءَ هيٺ آهي. هو فڪري طرح سائين جي ايم سيد جو پوئلڳ هو پنهنجي دوست محمد صديق ڏاتوديوٽي سان گڏ "مجاهد" اخبار شهدادپور سان به لاڳاپيل رهيو هيءَ بهترين سنڌي هفتيوار اخبار هئي. جنهن 1969ع ۾ شيخ مجيب الرحمان جي سنڌ اچڻ تي سائين جي ايم سيد ۽ شيخ مجيب الرحمان جا اسڪيچ سنڌ جي نقشي ۾ شايع ڪيا هئا. آغا روشن علي هينئر رٽائرڊ زندگي گذاري رهيو آهي ۽ علم ادب سان لڳاءُ برقرار رکيو پيو اچي.

**آغاز علم حڪمت** (ڪتاب): سنڌ ايجوڪيشنل ڊپارٽمينٽ جو ترتيب ڏنل ڪتاب آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 123 صفحا آهن. قيمت 8 آنا ڇاڇايل آهي ڇاپيندڙ سنڌ گزيٽ ۽ ڪمرشل پريس ڪراچيءَ مان سال 1909ع ۾ ڇپيو.

**آغا سراج خان دراني:** آغا سراج خان دراني سنڌ جي ڄاتل سڃاتل سياسي گهراڻي جو فرد آهي. هن آغا صدر الدين درانيءَ جي گهر ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ 1955ع ۾ جنم ورتو. هن سينٽ پيٽرڪ هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان 1971ع ۾ مئٽرڪ ڪئي 1975ع ۾ بي ڪام ۽ 1977ع ۾ ايس ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل ايل بي پاس ڪئي. هن لنڊن مان بار ايٽ لا ڪرڻ جو سوچيو، پر اهو شوق ملتوي ڪيائين آمريڪا جي ٽيڪساس يونيورسٽيءَ ۾ هڪ سال ايم بي اي پڙهيو ۽ بعد ۾ ٽيڪساس يونيورسٽيءَ



۾ PPP جو آرگنائيزر رهيو PPP جي پليٽ فارم تان 1988ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1990ع ۾ ڄام صادق جي دور ۾ جيل ۾ رهيو. جيل دوران هو صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ PPP جي حڪومت ۾ ٽائون پلاننگ جو وزير مقرر ٿيو 1993ع ۾ تعليم کاتي جو صوبائي وزير ٿيو. 2002ع جي عام چونڊن ۾ شڪست کاڌائين. پر 2008ع ۾ PPP جي پليٽ فارم تان صوبائي چونڊن ۾ کٽيو ۽ حڪومت سنڌ ۾ بلديات جو صوبائي وزير آهي. آغا سراج صاحب شهيد بينظير ڀٽو توڙي آصف زرداريءَ جو سيڪيورٽي انچارج پڻ رهيو آهي.

**آغا سليم:** سنڌي ٻوليءَ جي نامياري اديب ۽ ناول نگار آغا سليم جو اصل نالو آغا خالد سليم ولد آغا عبدالڪريم خان آهي. هن 7 اپريل 1935ع تي



شڪارپور شهر ۾ جنم ورتو بي اي تائين تعليم ورتائين ريڊيو پاڪستان مان اسٽيشن ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو بهترين افسانه نگار، ڊراما نگار، شاعر ۽ ناول نويس طور سڃاتو وڃي ٿو رٽائرمينٽ کان پوءِ صحافت جي ميدان ۾ ڪاهيو بهترين روزاني "ڪاوش" ۽ پوءِ روزاني "سچ" اخبار جو ايڊيٽر رهيو سندس تصنيفون هيٺين ريت آهن: 'روشنيءَ جي تلاش' (ناولٽ، 1964ع)، 'چنڊ جا ٽڪرا' (ڪهاڻيون، 1967ع)، 'لذت گناهه' (ڪهاڻيون)، 'اوندهه ڌرتي روشن هٿ' (ناول)، 'درد جو شهر' (ڪهاڻيون)، 'همه اوست' (ناول)، 'پنهان' (ڪتابون)، 'ڌرتي روشن آهي' (افسانا)، 'ٽهڪندڙ انسان' (ناول)، 'پولا مارو' (تحقيق)، 'لاکن لال لطيف ڪهي' (لطيف جي ڪلام جو منظوم اردو ترجمو)، 'باب فريد' (ترجمو ۽ تحقيق) 'صدين جي صدا' (شيخ اياز متعلق مضمون)، 'سنڌ جي موسيقي' (اردو) 'بابا فريد جا دوها' وغيره. آغا سليم شاهه لطيف جي انهن پارکن ۾ شمار ٿئي ٿو جن شاهه جي رسالي جو اردو ۽ انگريزيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو سندس ان گرانقدر ڪم تي مشتمل رسالو "شاهه عبداللطيف ڀٽائي" (منظوم ترجمو) Mourning Melody (سر سورٺ جو انگريزي ترجمو) Melodies of Shah Abdul Latif Vol. I, II, III انگريزي ترجمو) جيڪي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. کيس "شاهه لطيف اوارڊ" سان پڻ ٻه دفعا نوازيو ويو آهي. 2005ع ۾ کيس صدارتي تمغه حسن ڪارڪردگي پڻ ڏنو ويو. هن وقت سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر آهي.

**آغا شاهي:** پاڪستان جو اڳوڻو پرڏيهي معاملن جو وزير آغا شاهي 1920ع ۾ بنگلور (ڀارت) ۾ ڄائو. مدراس يونيورسٽيءَ مان ايم اي ۽ الهه آباد يونيورسٽيءَ مان ايل ايل بيءَ جا امتحان پاس ڪيائين. 1943ع ۾ انڊين سول سروس ۾ شامل ٿيو 50-1949ع ڪراچي ٿٽي جو ڊپٽي ڪمشنر رهيو 1951ع ۾ پاڪستان جي پرڏيهي معاملن واري آفيس سان وابسته ٿيو ۽ 1958ع ۾ واشنگٽن ۾ ڪائونسلر مقرر ٿيو. 1961ع ۾ چين جو سفير ۽ 1973ع ۾ پرڏيهي معاملن واري وزارت جو سيڪريٽري ٿيو 1977ع ۾ اقوام متحده جي نسلي امتياز جي خاتمي واري ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيل. هيٺ 1960ع ۾ پاڪستان جو اعزاز ۽ 1964ع ۾ ستاره قائداعظم مليس جنرل اسيمبليءَ جو مستقل نمائندو به رهيو پرڏيهي معاملن جو نائب وزير مملڪت ۽ ان کان پوءِ 1980ع کان 1982ع تائين پاڪستان جي پرڏيهي معاملن جو وزير رهيو.



**آغا شهاب الدين:** آغا شهاب الدين، آغا تاج محمد جو فرزند 3 جون 1939ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو جامعه عربيه هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي آنرس ۽ ايم. اي فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين. بعد ۾ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ ڊيولپمينٽ آفيسر مقرر ٿيو لڳ ڀڳ 39 سال سنڌ جي مختلف شهرن ۾، مختلف ادارن ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ کان پوءِ 1999ع ۾ سرڪاري ملازمت تان رٽائر ڪيائين.



علمي ادبي ۽ تعليمي ڪمن ۾ سدائين اڳي کان اڳرو رهندو آيو آهي. خاص طور تي سچل سرمست ۽ لعل قلندر جي ميلن تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو آهي. سندس ڪالم ۽ مضمون گذريل ٽيهن سالن کان وٺي سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. سندس ڪيترائي ڪتاب پڻ تصنيف ڪيل آهن جن ۾ "سنڌ جو مقدمو" ۽ "عدالت عداوت" "لوڪل گورنمينٽ سسٽم" (انگريزي)، "ڪميونٽي ڊيولپمينٽ" (انگريزي) ۽ "ڳوٺن ۾ پڙاڏو" اهم آهن. هن ڪومِلا ۽ منيلا ۾ لوڪل گورنمينٽ ۽ ڳوٺاڻي ترقيءَ جي سلسلي ۾ ٿيل ڪانفرنسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪرڻ کان سواءِ يورپ، آمريڪا، شام ۽ عربستان جا دورا پڻ ڪيا آهن.

پاڻ هن وقت قاسم آباد حيدرآباد ۾ "آغا تاج محمد هاءِ اسڪول" ۽ "شهاب ڪاليج" جي نالي سان تعليمي ادارا قائم ڪري، مصروف زندگي گذاري رهيو آهي.

**آغا صوفي:** آغا غلام نبي "صوفي" ولد آغا گل حسن سيپٽمبر 1889ع ۾ شڪارپور جي دراني قبيلي ۾ پيدا ٿيو. هو مشهور شاعر ڊرامه نويس، علم حڪمت ۽ تصوف جو ڄاڻو ۽ سچل سرمست جو سوانح نگار ٿي گذريو آهي.



آغا صوفي سچل سائينءَ جو رسالو ترتيب ڏئي ڇپايو هو جنهن ۾ سچل سائينءَ جي سوانح تفصيل سان ڏنل آهي. هن رسالي ۾ ڪافيون ٺوريون شامل ڪيل آهن ۽ بيتن جو وڏو تعداد آهي. آغا صوفي مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي مان پاس ڪري اچي خيرپور ميرس ۾ پنهنجي والد سان گڏ رهڻ لڳو، جتي سندس والد ان وقت رياست جو نائب وزير هو. آغا صوفي ننڍپڻ کان شاعراڻي طبيعت جو مالڪ هو. شروع ۾ سندس تخلص "دراني" پوءِ "صوفي" ۽ ڪٿي "ناٽڪ" ۽ ڪٿي وري "آغا" به استعمال ڪيو اٿس. هن حڪمت تي ڪتاب لکيا. جن مان "طبي جواهر" جيڪو شعر ۾ لکيل آهي، گهڻو مشهور آهي. ان کان علاوه "مناجات قرآن" ۽ ڊرامي جي تاريخ بابت "تاريخ ڊراما" به لکيائين ۽ "سچل سرمست" نالي به هڪ ڪتاب لکيل اٿس. هي صاحب 11 جولاءِ 1938ع تي وفات ڪري ويو.

**آغا عبدالحميد خان:** هيءَ سکر جو سماجي ورڪر ۽ ليڊر هو. ابتدائي تعليم سکر ۾ حاصل ڪري، ڪراچيءَ جي مشن اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ 1903ع ۾ انگلنڊ ڏانهن ويو ۽ اتي جي سينٽ پال اسڪول ۽ ڊاڪوٽنگ ڪاليج ۾ داخلا ورتي. ميڊل ٽيمپل جو ميمبر ٿيو. ڊسمبر 1960ع ۾ وفات ڪيائين.

**آغا عبدالنبي "عليگ":** آغا عبدالنبي "عليگ" ولد آغا گل حسن خان دراني، 3 جولاءِ 1903ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم گمبٽ (خيرپور) مان ورتائين. 1919ع ۾ اعليٰ تعليم لاءِ علي ڳڙهه ڪاليج ويو، جتان 1924ع ۾ بي. اي (آنرز) ڪري واپس وطن آيو. سڀ کان اول پاڻ شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ فارسيءَ جو استاد مقرر ٿيو. جتان بعد ۾ مختيارڪار جي عهدي تي پهتو.



آهستي آهستي ترقي ڪندو ڪمشنر ٿيو ۽ 1958ع ۾ رٽائر ڪيائين. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ به گورنمينٽ جي صلاحڪار جي حيثيت ۾ لاهور ۾ ڪم ڪيائين. جتي ڪجهه عرصو ويسٽ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر ڪري ڪيو ويو.

آغا صاحب کي علم و ادب جو ذوق ننڍپڻ کان ئي هو. شعر و شاعريءَ ۾ "آغا" ۽ "عليگ" تخلص اختيار ڪيو اٿس. "افڪار عليگ" جي نالي سان سندس نظمن جو مجموعو به ڇپيل آهي. پاڻ ڊراما به لکيائين. سندس ڪتابن ۾ "حريص پتلو" عرف "وفا جي ديوي"، "ايڪتا قلم جا ڊائلاگ"، افسانا ۽ مقالا وغيره شامل آهن.

پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر به رهيو. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو پراڻو ڪارڪن هو. سچل اڪيڊمي ۽ سچل ثقافتي مرڪز جو قيام ۽ سچل تي ادبي ڪانفرنسون منعقد ڪرائڻ سندس اهم خدمتون آهن. شاهه لطيف ۽ سچل سائينءَ کان علاوه پاڻ اميرخسرو کان به متاثر هو. سندس شاعريءَ ۾ تصوف، هجر ۽ وصال، عشق ۽ جذب جا دلڪش نمونا ملن ٿا. آغا صاحب 19 آڪٽوبر 1976ع/ 12 ذوالحج 1396هه تي وفات ڪئي.

**آغا غلام نبي پٺاڻ:** آغا غلام نبي پٺاڻ 18 جولاءِ 1911ع تي سلطان ڪوٽ ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم سکر، ڪراچي ۽ لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. بي ايس سي جي ڊگري مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان حاصل ڪيائين، جتي سندس ملاقات قائداعظم سان ٿي. پوءِ هن جي چوڻ تي واپس سنڌ آيو ۽ مسلم ليگ کي منظم ڪيائين. تحريڪ پاڪستان جو ڪارڪن هو. 1938ع ۾ سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو جوائنٽ سيڪريٽري ٿيو. 1951ع تائين مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽريءَ جي عهدي تي ڪم ڪندو رهيو.



پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ٻنا مقابلي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. جنوري 1950ع ۾ صوبائي ڪابينه ۾ شامل ڪيو ويو. 1956ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبلي (ون يونٽ) جو ميمبر ٿيو. ڊاڪٽر خان صاحب کان پوءِ جڏهن عبدالرشيد صوبائي ڪابينا ٺاهي ته آغا صاحب ان ۾ شامل هو. ڪجهه وقت کان پوءِ آغا صاحب اينٽي ون يونٽ فرنٽ ۾ شامل ٿيو. جنهن جو صدر ايوب کهڙو هو ۽ ٻين ميمبرن ۾ جي. ايم. سيد، پيرپاڳارو، مخدوم طالب المولىٰ، مير غلام علي ٽالپر، قاضي فضل الله، عبدالستار پيرزادو، مولابخش سومرو، غلام محمد وسڻ ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي، جهڙا اڪابر شامل هئا. ايوب خان جي مارشل لائي دور ۾ آغا صاحب تي "ايبڊو" هيٺ سياسي سرگرمين ۾ حصي وٺڻ تي پابندي هڻي وئي. انهيءَ دوران محترمه فاطمه جناح جي چونڊ مهم شروع ٿي ته آغا صاحب انهيءَ مهم ۾ وڏي حصو ورتو. 1973ع ۾ پاڪستان جي پهرين سينيٽ جو ميمبر ٿيو ۽ 1977ع تائين سينيٽر هو. 1977ع ۾ پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي سکر مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. آغا صاحب 2 جولاءِ 1997ع تي وفات ڪري ويو.

**آغا گل:** ڊاڪٽر گل آغا 1937ع ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل شڪارپور جا ۽ ناناڻا حيدرآباد جا هئا. سندس والد پهريون سول سرونٽ هو جنهن ورهاڱي وقت ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ طور فرائض انجام ڏنا. سندس والده ڊاڪٽرياڻي هئي. هوءَ سنڌ جي انهن چند عورتن مان هئي، جن ان دور ۾ ڊاڪٽري پاس ڪئي. چاڪاڻ جو تڏهن تنديءَ ڪنڊ ۾ ڇوڪرين لاءِ واحد ميڊيڪل ڪاليج دهليءَ ۾ هو. ڊاڪٽر آغا



اليناءِ (Illinois) يونيورسٽي ۾ لسانيات جي پروفيسر ڊاڪٽر جنيفر ڪول سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس ٽن ڌيئرن جو اولاد آهي. ڊاڪٽر آغا پرائمريءَ جا ٻه سال حبيب اسڪول ڪراچيءَ ۾ پڙهيو. جنهن بعد ڪجهه سال شڪارپور ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ رهڻ بعد ميٽرڪ حبيب اسڪول مان ۽ انٽر ڏيارام جيٺمل ڪاليج (ڊي جي ڪاليج) مان ڪيائين. هو 1973ع ۾ ڪراچي جي هائر سيڪنڊري تعليمي بورڊ ۾ پهرو نمبر آيو. بعد ۾ هن ڪيليفورنيا انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجيءَ ۾ داخلا ورتي. ڪيلٽيڪ مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد هو مشي گن يونيورسٽيءَ ويو جتان ڪمپيوٽر سائنس ۽ ڪميونيڪيشن سائنسز ۾ پي ايڇ ڊي ڪيائين. ان بعد هو آمريڪا جي مختلف يونيورسٽين ۾ پڙهائيندو رهيو. 2009ع تائين هن 175 تحقيقي مقالا لکيا، جيڪي عالمي سطح جي ناميارن رسالن ۾ ڇپيل آهن. ڊاڪٽر آغا دنيا جي 25 ملڪن ۾ ٿيندڙ سائنس بابت ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. کيس آمريڪا ۽ يورپ جي مختلف ادارن وٽان ڪيترائي اوارڊ مليل آهن هو هن وقت آمريڪا ۾ آهي. "ورلڊ پريس" ويب سائيٽ تي سنڌي سنڌس بلاگ سائيٽ آهي. جتي هو مختلف سياسي، ادبي، سماجي معاشي معاملن تي باقاعدگي سان لکندو رهندو آهي.

**آغا محمد يحييٰ خان:** پاڪستان جو اڳوڻو ڪمانڊر ان چيف آغا محمد يحييٰ خان. 1917ع ۾ ڄائو هن 1938ع ۾ فوج ۾ ڪميشن حاصل ڪئي مختلف عهدن تي رهڻ کان پوءِ کيس اسٽاف ڪاليج ڪوئيٽا ۾ انسٽرڪٽر مقرر ڪيو ويو.



پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سندس ڪئريئر جنرل محمد ايوب خان جي عملي سرپرستيءَ ۾ تيزيءَ سان ترقي ڪندو رهيو. تان جو 1957ع ۾ کيس ميجر جنرل جي عهدي سان گڏ چيف آف آرمي اسٽاف جو عهدو به ڏنو ويو. آڪٽوبر 1958ع ۾ ايوبي مارشل لا جو ڏنگ ڦهرو به هوءِ ئي هو. جنوري 1959ع ۾ صدر ايوب خان ڪراچيءَ جي ناسازگار حالتن کي ڏسندي نئين گاديءَ جي هنڌ بنائڻ لاءِ هڪ ڪميشن ٺاهي ۽ يحييٰ خان ان جو چيئرمئن ٿيو جنهن راولپنڊيءَ سان لاڳو هڪ علائقي کي 'اسلام آباد' جو نالو ڏئي گاديءَ جي هنڌ لاءِ چونڊيو ۽ ان شهر جي انتظام کي هلائڻ لاءِ هڪ مستقل ادارو "ڪئپيٽل ڊولپمينٽ اٿارٽي" (C.D.A) جي نالي سان وجود ۾ آيو جنهن جو پهريون چيئرمئن به يحييٰ خان هو.

سيپٽمبر 1965ع جي جنگ ۾ کيس 'هلال جرات' جو اعزاز ڏنو. پوءِ سيپٽمبر 1966ع ۾ جنرل موسيٰ جي جاءِ تي پاڪستاني فوج جو ڪمانڊر ان چيف بنايو ويو اڍائي سالن کان پوءِ جڏهن 1968ع ۾ ايوب خان جي خلاف ملڪ جي هر حصي ۾ مظاهرا شروع ٿيا ته يحييٰ خان، ايوب خان کي صدارتي عهدي کان الڳ ٿيڻ تي مجبور ڪيو ۽ پاڻ صدر مملڪت ۽ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر بڻجي ويهي رهيو. سندس سنڌ سان نسبت جو وڏو حوالو هو آهي ته 1 جولاءِ 1971ع تي ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان به يحييٰ خان ڪيو هو جنهن بعد سنڌ ايوبي دور کان پوءِ هڪ ڀيرو وري پاڪستان ۽ دنيا جي نقشي تي نمودار ٿي.

هن جي دور ۾ ملڪ جون حالتون تمام خراب ٿي ويون 16 ڊسمبر 1971ع تي اوڀر پاڪستان بنگلاديش بڻجي ويو. هڪ پاسي ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ٻئي طرف شيخ مجيب الرحمان ليڊر ٿيا. صورتحال نازڪ ٿي وڃڻ سبب يحييٰ خان کي استعيفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو ويو 20 ڊسمبر 1971ع تي جنرل يحييٰ خان صدارت ۽ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي عهدن تان استعيفا ڏني ۽ اهي ٻئي عهدا ذوالفقار علي ڀٽي صاحب سنڀاليا. 8 جنوري 1972ع تي يحييٰ خان کي نظربند ڪري، سندس خواهش تي کيس لنڊن روانو ڪيو ويو 9 آگسٽ 1980ع تي وفات ڪري ويو.

**آغا ناصر:** ناميارو براڊ ڪاسٽر آغا ناصر 1955ع ڌاري ريڊيو پاڪستان تان پروگرام پروڊيوسر جي حيثيت ۾ پنهنجي ڪيريئر جو آغاز ڪيو پنهنجي



نقرريءَ کان اڳ هن ريڊيو لاءِ ڪيترائي ڊراما لکيا هئا. ريڊيو پروگرامن ۾ حصو وٺڻ ورتو هئائين. پر پروڊيوسر جي حيثيت سان گهڻو مشهور ٿيو. 8 سال ريڊيو پاڪستان تي خدمتون سرانجام ڏيڻ کان پوءِ 1964ع ۾ کيس ٽي وي ٽريننگ لاءِ لنڊن موڪليو ويو ۽ واپسيءَ ۾ کيس اطلاعات ۽ نشرو اشاعت واري وزارت جي ٽي وي پلاننگ سيل ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. نومبر 1964ع ۾ پهرين ٽي وي اسٽيشن جي افتتاح جي موقعي تي سندس بدلي لاهور ڪئي وئي. ٽي ويءَ تي هن هڪ سو کان وڌيڪ ڊراما ۽ شو پروڊيوس ڪيا آهن. 1967ع ۾ آغا صاحب، ريڊيو تان استعيفيٰ ڏئي مستقل طور پروگرام مئنيجر طور تي مقرر ٿيو. 1971ع ۾ کيس پي ٽي ويءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرز لاءِ نامزد ڪيو ويو ۽ هو ڊائريڪٽر آف پروگرام ايڊمنسٽريشن بڻجي ويو. 8 سالن تائين انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. بعد ۾ 1988ع تائين پي ٽي ويءَ جي مختلف اهم انتظامي عهدن تي رهيو. سندس ادبي ڪم به وڏي اهميت جوڳو آهي. سندس ٻه ڪتاب "آغا ناصر جي سات ڊرامي" ۽ "ٽيليويزن جي ڊرامي" ڇپيل آهن.

**آغا نورمحمد پٺاڻ:** ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر، اڪادمي ادبيات پاڪستان،



ڪراچي. آغا نورمحمد پٺاڻ 15 اپريل 1955ع تي شڪارپور ۾ ڄائو سندس والد جو نالو آغا دوست محمد پٺاڻ هو آغا نورمحمد اسلامڪ ڪلچر ۽ اقتصاديات ۾ ڊبل ايم. اي آهي سندس ادبي حيثيت ڪهاڻيڪار، نقاد ۽ مترجم واري آهي 'پاڪستان جا صوفي شاعر'، 'پنجاهه چونڊ افسانا'، 'سنڌ جا سماجي ۽ اقتصادي مسئلا'، 'سنڌي ڇپيل ڪتابن جو پنج سالہ جائزو- 1985ع کان 1990ع' ۽ '2000-1999ع تائين ڇپيل ادبي رسالن تي تبصرو'، 'سنڌي لوڪ ادب'، 'ٺٽي ضلعي جا چونڊ شاعر' ڪتابن جو مصنف

آهي. اڪادمي ادبيات جي پلئٽفارم تان 1990ع کان 2009ع تائين سوين ادبي پروگرام، سيمينار، مشاعرا، ادبي نشستون، ڪچهريون، ڪتابن جون مهورتون، اديبن سان رهاڻيون ۽ شامون، ادبي ڪانفرنسون ڪرائي چڪو آهي. 1999ع ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي اديبن جي قافلي کي پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جو دورو ڪرايائين. تازو هن سال 10 جون 2009ع تائين پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي نامور اديبن کي سنڌ جو ۽ سنڌ جي ادبي ادارن جو دورو ڪرائي چڪو آهي. 10 جولاءِ تي انهن اديبن کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ به آجياڻو ڏنو هو. هيءَ 57 ملڪن جي اديبن جي وفدن جي پنهنجي اداري پاران آجيان ڪري چڪو آهي. ڪراچيءَ ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، سنڌي ادبي سنگت، ثقافت کاتي ۽ ٻين سنڌي ۽ اردو زبان جي ادبي ادارن جي سهڪار سان اڪثر پروگرام ڪرائيندو رهي ٿو.

**آفاق صديقي:** پروفيسر آفاق صديقي اردوءَ جو مشهور شاعر ۽ دانشور آهي. هن 5 مئي 1928ع تي شيخوپوره، ضلعي فرخ آباد (ڀارت) ۾ جنم ورتو.



ايم. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان لڏي آيو ۽ سکر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1975ع ۾ گورنمينٽ ماڊل ڪاليج ميرپورخاص ۾ اردو شعبي جو صدر ٿيو. درس ۽ تدريس سان گڏوگڏ تصنيف، تاليف ۽ ترجمي جي ڪمن ۾ وڏي محنت سان مشغول رهيو. هن خاص ڪري سنڌي ادب کي اردو پڙهندڙ طبقي ۾ روشناس ڪرائڻ ۾ غيرمعمولي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. سندس تصنيفن ۾ هيٺيون قابل ذڪر آهن: "شيخ اياز جي سنڌي نظمن جو اردو ترجمو"، شاهه لطيف جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي ڪتاب "عڪس لطيف" (جنهن تي رائٽرس گلڊ کيس ادبي انعام ۽ ٻيا اعزاز به ڏنا)" "سنڌي ٻوليءَ جي جديد اديبن ۽ شاعرن جي چونڊ تخليقن جي ترجمن جو مجموعو"، "سچل سرمست جي شاعري ۽ شخصيت" تي تحقيقي ڪتاب "شاعر حق نوا"، "بابائِ اردو"، "وادي مهران ۾"، "قلب سراپا" (شاعريءَ جو مجموعو) وغيره ان کان سواءِ تعليمي ۽ درسي ڪتابن جي تدوين ۽ اشاعت جا ڪم ڪندو رهي ٿو لطيف شناسيءَ ۽ اياز شناسيءَ تي دسترس رکي ٿو هن شاهه جي رسالي جي منظوم اردو ترجمي ۾ شيخ اياز جي مدد به ڪئي.

**آفتاب احمد شيخ:** آفتاب احمد شيخ ڀارت جي شهر بنارس ۾، 17 ڊسمبر 1934ع ۾ ڄائو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سندس والد اعجاز الدين شيخ، ديري اسماعيل خان ۾ لڏي آيو ۽ پوءِ



حيدرآباد سنڌ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. آفتاب شيخ ابتدائي تعليم بنارس ۾ ورتي ۾ مئٽرڪ جو امتحان غلام حسين هدايت الله اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪيائين. 1958ع ۾ سٽي آرٽس ڪاليج مان بي اي ڪيائين. 1960ع ۾ سنڌ لا ڪاليج مان ايل ايل بي پاس ڪيائين. 1963ع ۾ قاضي سميع صديقي مرحوم، محمد اي. ميمڻ ۽ ٻين علمي شخصيتن جي تعاون سان سٽي آرٽس ڪاليج ۾ جناح لا ڪاليج جو بنياد رکيائين ۽ پاڻ ان ۾ استاد ٿي پڙهائڻ لڳو 1979ع ۾ جناح لا ڪاليج جو پرنسپال ٿيو پڙهائڻ سان گڏوگڏ، هيءَ وڪالت به ڪندو رهيو بعد ۾ سياست ۾ حصو ورتائين. 1964ع ۾ ايوب خان جي دؤر ۾ بي. ڊيءَ جو ميمبر ٿيو 1977ع ۾ ڪجهه مهينا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به ٿيو 88-1987ع ۾ ڊسٽرڪٽ بار ائسوسيئيشن جو بنا مقابلي صدر ٿيو 1987ع ۾ حيدرآباد جو ميئر ۽ 1988ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو ڪجهه وقت سنڌ حڪومت ۾ قانون کاتي جو صلاحڪار به رهي چڪو آهي.هينئر سينيٽر (رٽائرڊ) آهي. سندس سياسي وفاداريون متحده قومي موومينٽ سان آهن ۽ ان جي اهم اڳواڻن ۾ شمار ٿئي ٿو.

**آفتاب ادب عرف ساهتيہ جو سج (ڪتاب):** حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو 1956ع ۾ ڇپيل ڪتاب، "آفتاب ادب عرف ساهتيہ جو سج" سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ اهم ۽ مستند ڪتاب ليکجي ٿو جنهن ۾ ليکڪ علم عروض ۽ ڇند وديا کانسواءِ نثر نويسيءَ ۾ فصاحت ۽ بلاغت تي عمدي نموني سمجهاڻيون ڏنيون آهن. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي. هن ۾ 215 صفحا آهن ۽ قيمت سوا ٻه روپيا اٿس. ڪتاب ڪراؤن سائيز ۾ پڪي جلد سان آهي. حڪيم صاحب اهو ڪتاب 24 ڊسمبر 1940ع ۾ لکي پورو ڪيو پر اشاعت هيٺ 1956ع ۾ آيو.

**آفتاب شاهہ جيلاني:** سنڌ جي برگزيده شخصيت پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جو فرزند پير آفتاب حسين شاهه جيلاني، 15 نومبر 1946ع تي



ميرپورخاص ۾ ڄائو پرائمريءَ کان مئل تائين تعليم سينٽ مائيڪل ڪانوينٽ اسڪول ميرپورخاص ۾ حاصل ڪرڻ بعد مئٽرڪ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ميرپورخاص مان ڪيائين بي. ايس سي (آنرس) ۽ ايم. ايس سي (آنرس) زرعي ڪاليج (يونيورسٽي) ٽنڊو ڄام مان پاس ڪيائين. ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جي تعليم دوران ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪئپٽن رهيو ڪرڪيٽ جو فرسٽ ڪلاس رانديگر رهيو سنڌ جي ٽيم جو ڪئپٽن رهيو آهي. 1972ع کان 1977ع تائين سنڌ ڪرڪيٽ ائسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ رهيو. ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ قائداعظم ٽرافي، ايوب ٽرافي ۽ پينٽئنگولر ٽرافي حاصل ڪري چڪو آهي. 1974ع ۾ سريلنڪا ۽ سنڌ درميان ڪرڪيٽ ٽيم جو ميمبر رهيو. 1995ع ۾ ڀارت ۾ سارڪ ملڪن طرفان ڪيڏجندڙ سيف گيمز (SAF Games) ۾ پاڪستاني ٽيم جو چيف ڊي مشن (Chief d. Mission) يعني رانديگرن جي ٽيم جي اڳواڻ طور شرڪت ڪيائين. 1996ع ۾ ڪلڪتي (ڀارت) ۾ ورلڊ ڪپ جي شروعات (opening) ۾ وفد جي ميمبر جي صورت ۾ شريڪ ٿيو کيس زرعي يونيورسٽيءَ مان راندين جي ميدان ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ تي اعزازي طور شيلڊ به ڏني وئي.

پير آفتاب حسين شاهه جيلاني سنڌ اندر شفاف سياست ڪندڙ سياستدانن ۾ شمار ٿئي ٿو ابتدا کان وٺي سياست ۾ پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل رهيو. 1977ع ۾ صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر ۽ تعليم ۽ ٻيلي کاتي جو وزير رهيو. 1993ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1996ع ۾ به قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1988ع ۾ حڪومت سنڌ ۾

صنعتن جو وزير ۽ 1990ع ۾ خوراڪ ۽ زراعت جو وفاقي وزير رهيو.

پير آفتاب شاهه جيلاني، 1986ع کان 1993ع تائين وارو عرصو نئشنل پيپلزپارٽيءَ ۾ نامور سياستدان رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ سان گڏ رهيو. 1993ع کان 1996ع تائين ڪلچر، اسپورٽس ۽ ٽوئرزم جي اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ جو چيئرمين، 1996ع تائين خوراڪ ۽ زراعت جي اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر، ۽ 1993ع کان 1999ع تائين ڪشمير بابت خاص ڪميٽيءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي. پيرصاحب جا پنهنجي والد بزرگوار وانگر سنڌ جي اهم خاندانن: پيرصاحب پاڳاري، هالن جي مخدوم صاحبن، چانڊيو خاندان، راشدي برادران سان لاڳاپا رهيا آهن ۽ خاص ڪري سائين جي ايم سيد ۽ پٽي خاندان سان سندس تمام گهاٽي ويجهڙائي رهي آهي. ڳالهي طرح ماڻهن جي سماجي ڪمن ۾ خاص دلچسپي رکي ٿو ۽ سندس سنڌ جي پروگريسو زميندارن ۾ شمار ٿئي ٿو. پيرصاحب سنڌ چئمبر آف اگريڪلچر جو پڻ ميمبر رهيو آهي. سنڌ شوگر ڪين ائسوسيئيشن جو ميمبر به رهيو آهي. 1974ع ۾ آمريڪا ۾ زرعي دوري تي ويو. پارليامينٽ جي ميمبر طور 1993ع کان 1998ع تائين روس، انگلنڊ، پولنڊ، جاپان، ميڪسيڪو، ڪينيا ۽ چين وغيره ۾ پارليامينٽ جي ميمبر طور نمائندگي ڪيائين. اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ پارليامينٽ جي ميمبر طور شرڪت ڪيائين. مطلب ته پيرصاحب ملڪ جو هڪ اهم سياستدان آهي، جنهن کي وڏي عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو. هن وقت (2009ع) پاڪستان پيپلزپارٽي، پارلامينٽيرين قومي اسيمبليءَ جو ميمبر آهي ۽ رائيونڊ واري ڪاڻي جو وزير آهي.

**آفتاب شعبان ميراڻي:** پاڪستان پيپلزپارٽيءَ سان لاڳاپيل سنڌي سياستدان، پاڪستان بچاءَ جو اڳوڻو وزير دفاع ۽ سنڌ جو اڳوڻو وزيراعليٰ، شڪارپور ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ آمريڪا مان زراعت ۾ ٽريننگ ڪورس ڪيائين.



سياست ڪيس ورثي ۾ ملي. سندس والد غلام قادر شعبان 1938ع ۾ مرڪزي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو هو. آفتاب شعبان جي امڙ بيگم شرف النساء شعبان، تحريڪ پاڪستان جي سرگرم ڪارڪن ۽ مسلم ليگ سنڌ جي عورتن واري شاخ جي جنرل سيڪريٽري رهي آهي. هوءَ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊيل مسلمان عورت ميمبر هئي. ڪيس سماجي خدمتن جي مڃتا ۾ وائسراءِ هند طرفان 'قيصر هند' جو خطاب به مليو. آفتاب شعبان جو هڪ مامو علي بخش محمد حسين، انڊيا ڪائونسل آف اسٽيٽ جو چونڊيل ميمبر هو. سندس ٻيو مامو نبي بخش محمد حسين، 13 سال مسلسل بهاولپور رياست جو وزيراعظم رهيو. جڏهن ته سندس ٽيون مامو عبدالقادر محمد حسين پڻ ڪيترو ئي عرصو جهوناڳڙهه رياست جو وزيراعظم رهيو. سنڌ جو محب وطن ۽ مجاهد سياستدان ۽ سنڌ جو ٻيو وڏو وزير شهيد الهه بخش سومرو، آفتاب شعبان جو سهرو هو.

آفتاب شعبان ميراڻيءَ، تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ بلدياتي چونڊ ذريعي سياست ۾ قدم رکيو. پهرين شڪارپور ميونسپل ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو. پوءِ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ اڄ تائين انهيءَ پارٽيءَ سان لاڳاپيل آهي. پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان ڇهه دفعا ميمبر چونڊيو آهي. ٻه دفعا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو جنهن ۾ هڪ دفعو سنڌ جو سينيئر وزير ۽ ٻيو دفعو سنڌ جو وڏو وزير ٿيو 1990ع. 1993ع ۽ 1997ع ۾ شڪارپور مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1993ع ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي ڪابينا ۾ بچاءَ جو وزير ٿيو ۽ اڍائي سال انهيءَ عهدي تي رهيو. 1998ع ۾ صدر فاروق احمد خان لغاريءَ جي استعيفا کان پوءِ آفتاب شعبان پيپلزپارٽيءَ طرفان مسلم ليگ جي صدارتي اميدوار رفيق احمد تارڙ جي سامهون صدر جي عهدي لاءِ بيٺو پر ان ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو. هن وقت قومي اسيمبليءَ جو ميمبر آهي ۽ پيپلزپارٽيءَ جو اهم اڳواڻ آهي.

**آفتاب، شيرپائو:** صوبي سرحد جو اڳوڻو وڏو وزير ۽ ناميارو سياسي اڳواڻ آفتاب احمد شيرپائو ضلعي پشاور ۽ تعلقي چارسده جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ 'شيرپائو' ۾ ڄائو. سندس پيءُ حاجي غلام حيدر خان مسلم ليگ سرحد جي باني ڪارڪنن مان هو. پيءُ جي وفات کان پوءِ آفتاب احمد خان ۽ سندس ڀاءُ حيات محمد خان، ملڪي سياست ۾ گهري دلچسپي وٺڻ لڳا. سندس ڀاءُ حيات محمد خان، ايوب خان خلاف بيگم فاطمه جناح جي حق ۾ وڏي جدوجهد ڪئي.



1967ع ۾ پيپلزپارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو ته هو پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ کيس پيپلزپارٽي سرحد جو صدر بڻايو ويو. صوبي سرحد جو گورنر ۽ وزير پڻ مقرر ٿيو. پر 8 فيبروري 1975ع تي بم ڌماڪي ۾ مارجي ويو. ان وقت آفتاب شيرپائو سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو. پٽي صاحب جي خواهش تي هن ملازمت ترڪ ڪري، سياست ۾ حصو ورتو. 1977ع جي عام چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي، آفتاب شيرپائو، سردار شيرباز خان مزاريءَ کي هارائي ڪامياب ٿيو. کيس صنعتي ترقيءَ ۽ ڳوٺاڻن معاملن جو وزير مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ کيس پيپلزپارٽيءَ سرحد جو صدر مقرر ڪيو ويو 1988ع. 1993ع ۽ 1997ع وارين چونڊن ۾ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو. 1993ع وارين چونڊن کان پوءِ کيس سرحد صوبي جو وزيراعليٰ بڻايو ويو. 12 آڪٽوبر 1999ع تي، جنرل پرويز مشرف جي فوجي حڪومت ۾ مٿس ڪيترائي ڪيس داخل ڪيا ويا. 2000ع ۾ خاص عدالت، مختلف الزامن هيٺ کيس 21 سالن لاءِ ڪنهن به عوامي عهدي لاءِ نااهل قرار ڏئي، ڏنڊ ۽ ٻيون سزائون ٻڌايون. بعد ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ سان ناراضگي سبب پاڻ پارٽيءَ جي ڌار ڌڙي سان لاڳاپيل آهي. آفتاب شيرپاؤ جي صوبي سرحد کان سواءِ سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ ۾ پڻ رهائش گاهه آهي ۽ سندس شمار پاڪستان جي نامور سياستدانن ۾ ٿئي ٿو.

**آفتاب صداقت بجواب آئينہ هدايت** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولوي احمد ملاح جو لکيل آهي. هن رائل سائيز ڪتاب ۾ 56 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. مولوي احمد ملاح هيءَ ڪتاب پاڻ مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان 1935ع ۾ ڇپايو.

**آفتاب عشق** (ڪتاب): سنڌي زبان جي مشهور عوامي ۽ لوڪ شاعر دادن فقير جي شاعري جو هي پهريون ڪتاب سردار الطاف حسين لاکير ترتيب ڏنو جنهن کي دادن فقير جي پوٽنگ ۽ راڳي سلطان فقير سولنگيءَ سال 1989ع ۾ 'توفيق آرٽ پرنٽنگ پريس' دادو مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب

۾ دادن فقير جي سوانح عمري مشهور شاعر ناظر منگيءَ لکي آهي ۽ ٻه اکر ذاڪر حسين راڄن جا لکيل آهن. هن ڪراؤن سائز ڪتاب جا 253 صفحا ۽ قيمت صرف 30 رپيا رکيل آهي. هن ڪتاب ۾ حمديه، نعتيه شعرن کان علاوه منقبتون، مسدس، رباعيون، بيت، قطعا، غزل، ڪافيون ۽ ٻيون صنفون ڏنل آهن.

**آفتاب غلام نبي قاضي:** هي اعليٰ سول سروس جو ناميارو ميمبر، نوشهري فيروز ۾ ڄائو. شروعات کان ئي ذهين هو. هميشه پهريون نمبر ايندو هو. رياضيءَ ۾ ايم. ايس سي ڪرڻ کان پوءِ 1943ع ۾ انڊين سول سروس (آءِ سي ايس) جي مقابلي ۾ شريڪ ٿيو ۽ اعزاز سان ڪامياب ٿيو. ڪيس بهار اڙيسا سول سروس ۾ چونڊيو ويو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ قاضي صاحب پنهنجون خدمتون پاڪستان لاءِ وقف ڪري ڇڏيون. انهيءَ وقت کان وٺي ٻاڻ مختلف عهدن تي رهندو آيو. اسسٽنٽ ڪليڪٽر هالا، ڪليڪٽر ٺٽو ۽ اولهه پاڪستان جو سيڪريٽري ماليات رهيو. 1962ع کان 1965ع تائين واشنگٽن ۾ پاڪستان جي اقتصادي کاتي جي نمائندي طور خدمتون سرانجام ڏنائين. ان کان پوءِ اولهه پاڪستان ۾ ترقيءَ ۽ منصوبي بنديءَ واري کاتي جو چيف سيڪريٽري ٿيو. 1966ع ۾ کيس واپڊا جو چيئرمشن بنايو ويو. 1969ع ۾ سيڪريٽري خزانه مقرر ٿيو ۽ 1979ع ۾ کيس اسسٽنٽ بئنڪ آف پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

**آفريقا جي شهزادي** (ناول): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ابتدائي لکڻين ۾ شامل هن ناول جو پهريون ايڊيشن 1941ع، ٻيو ايڊيشن 1945ع، ٽيون ايڊيشن 1948ع، چوٿون ايڊيشن آگسٽ 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور طرفان شايع ٿيو آهي. ناول جي متن ۾ 50 صفحا ۽ ٽئين ايڊيشن جي قيمت 30 رپيا رکيل آهي. ناول ۾ ٽئين خليفي حضرت عثمانؓ جي دور ۾ مصر کان اُلهندي طرف ريگستان واري علائقي کي فتح ڪرڻ جو ذڪر آهي. انهيءَ علائقي کي اُن دور ۾ آفريقا ڪري سڏيو ويو ۽ انهيءَ جي اهم قلعن ۾ زويله، طرابلس ۽ سبطيله شامل هئا. ناول ۾ مجاهدن جي بهادراڻه ڪارنامن سان گڏ سندن اعليٰ اخلاق ۽ اسلامي تعليمات جو ذڪر ۽ نجوم وغيره بابت اسلامي نڪته نظر جي سٺي وضاحت ڪيل آهي.




**آفريڪا جي ٻگهي جهنگل واري پالو جو قصو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ ڪرسچن لٽريچر سوسائٽيءَ وارن جي طرفان شايع ڪيل آهي. هن ڪراؤن سائيز ڪتاب ۾ 111 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌ ڪرسچن لٽريچر سوسائٽيءَ طرفان، مشن پريس، ڪراچيءَ مان 1940ع ۾ شايع ٿيو.

**آفندي، حسن علي:** ناميارو تعليمدان، سياستدان. حسن علي آفندي 1830ع ڌاري، حيدرآباد جي مشهور آخوند ميمڻ گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ جو نالو محمد احسان هو. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ نوشهري فيروز جي ڊپٽي ڪليڪٽر جو ڪلارڪ مقرر ٿيو. اتي هڪ ٻئي ڪلارڪ کان انگريزي تعليم حاصل ڪري، وڪالت جي امتحان ۾ ڪامياب ٿيو. ان کان پوءِ پهرين حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ وڪالت جي پريڪٽس شروع ڪيائين. ان وقت سنڌ ۾ انگريزن جو نئون نئون دؤر هو. پراڻي نظام جي جاءِ تي هڪ نئون نظام متعارف ٿي رهيو هو. سندس پٽ علي احمد ۽ اڪبر وڏا ٿيا ته کين عليگڙهه ڪاليج ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ اتي وٺي ويو. جتي سندس ملاقات سر سيد احمد خان سان ٿي. ٻنهي جي دلچسپ خيالن جي ڏي وٺ ٿي. ان ملاقات جي ئي اثر هيٺ، حسن علي آفنديءَ 1885ع ۾ "نئشنل محمدن ائسوسيئيشن" جي قائم ڪيل بورڊ تحت "سنڌ مدرسة الاسلام" جو بنياد وڌو. ائسوسيئيشن جو بنيادي مقصد، سرڪاري ادارن ۾ مسلمانن جي مناسب نمائندگي حاصل ڪرڻ هو. ائسوسيئيشن جو مڪمل انتظام حسن علي آفنديءَ جي حوالي هو. سندس محنتن سان ائسوسيئيشن، مختلف پليٽ فارمن تان مسلمانن جي حقن جي حاصلات جو هڪ مؤثر وسيلو بڻجي وئي. "سنڌ مدرسة الاسلام" جي عمارت تعمير ڪرڻ لاءِ هن سر سيد احمد خان جي نقش قدم تي هلندي، پوري هندستان جو دورو ڪري، چندو گڏ ڪيو ۽ هيءُ مدرسو مستحڪم بنيادن تي ترقي ڪندو رهيو. هن مدرسي مان مشهور هستين: قائداعظم محمد علي جناح، سر شاهنواز ڀٽي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجي ۽ ٻين تعليم پرائي.



حسن علي آفندي، نه صرف تعليمي ميدان ۾ ٻاڻ پتوڙيو پر هن ميونسپل ڪائونسلر بمبئي اسيمبلي ميمبر ۽ نئشنل محمدن ائسوسيئيشن جي صدر جي حيثيت سان پڻ مسلمانن جي حقن جي حفاظت لاءِ جدوجهد ڪئي. سندس اعليٰ انساني خدمتن جي مڃتا طور، کيس "خانبهادر" جو خطاب مليو. ترڪيءَ ۽ روس جي جنگ دوران، پوري هندستان مان چندو گڏ ڪري، ترڪيءَ جي مدد ڪرڻ سبب کيس ترڪيءَ طرفان "ترڪي قونصل" جو اعزاز ڏنو ويو. ترڪيءَ جي سلطان طرفان "تمغه مجيدي" ۽ 1889ع ۾ "آفندي" جو لقب پڻ مليس. 1895ع ڌاري سندس وفات ٿي.

**آفيم:** پوست (پستا) جي ڏوڏين جو رس (ڪچن ڏوڏن کي چير ڏيبا ته رس نڪرندو) جيڪو ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي. سڪل ڏوڏين کي ڪاڙهي انهن مان پڻ آفيم ڪڍبو آهي. هڪ خيال موجب آفيم اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي اهه + ڦيڻ = نانگ جهڙي ڪاري ڳجهي يا نانگ جي وات مان نڪتل زهر جهڙي ڦيڻ (جيڪا نشو ڪري ۽ مرڻ جهڙو ڪري ڇڏي). پوست جي ٻوٽيءَ جو گل تمام ڳاڙهو ۽ ٻين گلن کان سهڻو ٿئي ٿو. فارسي ٻوليءَ ۾ ان گل کي "گل لاله" چوندا آهن.



حڪيمن جو چوڻ آهي ته آفيم طبي لحاظ کان ظاهري ۽ باطني حِسن کي سست ڪندڙ آهي. ان جي کائڻ سان ننڊ ايندي آهي ۽ گهڻي سور جي حالت ۾ آرام ڏيندو آهي. رت جي دستن کي بند ڪندو آهي. کنگهه، زڪام، ٻڪَهه جي گهڻائي، معدي ۽ سيني جي رطوبت کي خشڪ ڪندو آهي. يوناني دوائن ۾ پڻ استعمال ڪيو ويندو آهي. آفيم کي سنڌ ۾ "ڪمل" پڻ

چوندا آهن. آقيم جو وڏي ۾ وڏو مرڪز افغانستان ۽ پاڪستان جا اترا اولهه وارا علائقا آهن.

**آقا:** ترڪي ٻوليءَ جو لفظ، جيڪو مالڪ، سردار، حاڪم، امير، بزرگ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ اهو لقب طور به استعمال ڪيو ويندو آهي. سنڌ ۾ هن لفظ جو رواج فارسي ادب جي اچڻ کان پوءِ رائج ٿيو.

**آڪارو:** "اڪ" جي وڻ جا ٽانڊورا جيڪي اڪ جي ڪاڻين مان ڪڍيا آهن. اڪ جي ٿلهن مان ٿهيل رسيءَ کي به آڪارو چئبو آهي. آڪاري سان ٺهيل کاٽپاٽيون هاري پسند ڪندا آهن. آڪاري جون کاٽپاٽيون وڏو ٽڪاءُ ڪنديون آهن ۽ مضبوط ٿينديون آهن. آڪاري مان رسيون به ناهيون وينديون آهن.

**آڪاس تروار** (ڪتاب): جاگرافيءَ جي موضوع تي لکيل هن ڪتاب جو مترجم ميران محمد شاهه آهي. جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي سان لاڳاپيل هو. ليٿو ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 61 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب 1856ع ۾ هندو پريس، ڪراچيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

**آڪاش انصاري، ڊاڪٽر:** سنڌ جو مزاحمتي شاعر ۽ صحافي الهه بخش "آڪاش" انصاري، 25 ڊسمبر 1956ع ۾ بدين لڳ ڳوٺ ڪبل جي وسيءَ ۾ ڄائو. شروعاتي ۽ ثانوي تعليم بدين مان حاصل ڪيائين. جڏهن ته ايم. بي. بي. ايس. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري مان ڪيائين. سنڌس شاعريءَ جو مجموعو 'ڪيئن رهان جلاوطن' چار ڀيرا ڇپجي ادبي حلقن ۾ وڏي مقبوليت ماڻي



چڪو آهي. سنڌس شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب "اڌورا اڌورا" عنوان سان گلشن پبليڪيشن حيدرآباد ڇاپيو آهي. سنڌس شاعريءَ ۾ رومانويت سان گڏ مزاحمت جو رنگ نمايان آهي. خاص طور تي سنڌس نظم، نوجوانن ۾ انتهائي مقبول آهن. پاڻ صحافت وارو پيشو پڻ اختيار ڪيائين. روزاني "سوال" اخبار جو چيف ايڊيٽر به رهيو آهي. ان جي بند ٿيڻ کان پوءِ هن وقت بدين ۾ ڊاڪٽري ڪرڻ سان گڏ هڪ NGO سان لاڳاپيل آهي. شاهه لطيف تي چڱي ڄاڻ رکي ٿو ۽ علمي ادبي ميڙ ڪرائڻ جو شوقين آهي.

**آڪري:** هي ڳوٺ تعلقي سيوهڻ جي ديهه "آڪري رعيتي" ۾ آباد آهي. هن ڳوٺ جي آبادي 100 جي لڳ ڀڳ آهي. هتي پرائمري اسڪول به آهي.

**آڪسيجن:** آڪسيجن هڪ گئس آهي. جنهن جو رنگ نه ٿيندو آهي ۽ نه ئي ڪا بوءِ ۽ ذائقو اٿس. هيءَ گئس هوا کان ڳري آهي ۽ پاڻيءَ کان هلڪي ۽ حل ٿيندڙ آهي. آڪسيجن، جاندارن جي جياپي لاءِ تمام ضروري آهي. انسان جي ساهه کڻڻ مهل آڪسيجن ڦڦڙن ۾ ويندي آهي. هيءَ گئس ڏينهن جو وڻن مان خارج ٿيندي آهي. آڪسيجن ۽ هائڊروجن گئسن جي ميلاپ (compound) سان پاڻي ٺهي ٿو جنهن جو ڪيميائي فارمولو ($H_2O$) آهي. ماحول ۾ آڪسيجن گئس جو مقدار 21 سيڪڙو آهي.




**آڪلو:** هن نالي سان تعلقي عمرڪوٽ ۽ تعلقي ڏيپلي ۾ ٻه ڳوٺ آباد آهن. هڪ تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه 'ڪاڇيلي' ۾، جنهن ۾ پرائمري اسڪول به آهي. ٻيو ڳوٺ تعلقي ڏيپلي جي ديهه "ونگي" ۾ آباد آهي.

**آکهه:** نسل، قوم ۽ قبيلي کان پوءِ درجيوار هيٺين سطح تي هڪ ئي ابي ڏاڏي جو اولاد. جنهن ۾ ڪجهه پيڙهيون هڪ ٻئي سان مربوط انداز ۾ رهنديون هجن. سنڌي سماج ۾ آکهه مان مراد اهڙو ڪٽنبي گروهه، جيڪو هڪ ئي گهراڻي سان لاڳاپيل هجي. ان ۾ عورتون، ٻار، مرد، جوان، اڌڙوٽ ۽ بزرگ شامل آهن. هر ذات يا هر قبيلي ۾ ڪٽنبي گروهه جي سربراهه جي نالي سان اُها آکهه منسوب ڪيل هوندي آهي.

**آکاڙُ:** سنڌي سنڌ / سنبت جو چوٿون مهينو جيڪو گرميءَ جو مهينو آهي. هن مهيني ۾ 31 ڏينهن مقرر ڪيا ويا آهن. ڀارت جي جدا جدا رياستن ۾ ڪرمي ڏهاڙن ملهائڻ ۾ يڪسانيت نه هئي، تنهن ڪري 1954ع ۾ هند سرڪار جنترين ۾ يڪسانيت پيدا ڪرڻ لاءِ معياري جنتري رائج ڪئي ۽ 23 مارچ 1954ع چيٽ جي پهرين تاريخ مقرر ڪئي. هن جنتريءَ ۾ مهينن جا ڏينهن هيئين طرح مقرر ڪيا ويا: چيٽ 30 ڏينهن، ويساک 31 ڏينهن، جيٺ 31 ڏينهن، آکاڙ 31 ڏينهن، ساوڻ 31 ڏينهن، بڊو 31 ڏينهن، اسو 30 ڏينهن، ڪتي 30 ڏينهن، ناهري 30 ڏينهن، پوهه 30 ڏينهن، مانگهه 30 ڏينهن ۽ ڦڳڻ 30 ڏينهن.

**آڪاڙو:** اهو ميدان جتي پهلوان ملهه يا ڪُشتي جو مقابلو ڪن. يا ڪڪڙن جي ويڙهه ٿئي. جيئن ته ڪڪڙن جي ويڙهه، وڏ ڪيل ۽ پيلهاڙي راند ۾ چوطرف تماشبين گول دائري ۾ ويهي يا ويهي ڏسندا آهن. انهيءَ ڪري



ڪڪڙن جي ويڙهه واري ميدان کي خاص ڪري "دائرو" به چوندا آهن. ڪشتيءَ جي ميدان کي به آڪاڙو چوندا آهن. ملاکڙو لفظ خود ملهه + آڪاڙو مان نڪتل آهي. يعني ملهن جو آڪاڙو. پهلوانيءَ جي مظاهري لاءِ آڪاڙي جو وجود تمام آڳاٽو آهي. خاص ڪري قديم بادشاهن جهڙوڪ روم، يونان، ايران، چين، جپان، منگولن، ترڪن ۽ قديم هندستان ۾ فوجي تربيت لاءِ جسم مضبوط ڪرڻ ۽ داءُ پيچ سکڻ سيکارڻ لاءِ هن شعبي کي گهڻي اهميت ملي. اڪثر بادشاهن ۾ بادشاهه پهلوانيءَ جي مظاهري لاءِ ٻن پهلوانن يا غلامن جو خوني مقابلو ڪرائيندا هئا. ڪن جنگجو رياستن ۾ غلامن کي شينهن، ڪتن يا ٻين جهنگلي جانورن جي مقابلي ۾ آڪاڙي اندر لاٿو ويندو هو جنهن جي چوڌاري اسٽيڊيم وانگر ڪوٽ، ديوارو ۽ ويهڻ جو انتظام هوندو هو. هندستان ۾ ملهه جي آڪاڙن جو احوال مهاڀارت ۾ به ملي ٿو. ملهه جي مقابلي کي "مل يڌ" چوندا هئا. جن ۾ کترين جو هڪ طبقو مهارت حاصل ڪندو هو. پوءِ اهي 'مل' (ملهه) سڏيا ويا. 'ملهه يڌ' شري ڪرشن ۽ راڄا ڪنس جي دؤر ۾

۾ ٿي. مهاڀارت ۾ مٿس جو هيو ذڪر شري ڪرشن ۽ راڄا جامنت جي وچ ۾ مقابلي جي حوالي سان ملي ٿو اهي واقعا دوارڪا، ڪڇ ۽ گجرات واري علائقي جا لڳن ٿا.

**آڪاڻي** : آڪاڻيءَ مان مراد واقعن جو تسلسل ٿئي ٿو. جنهن ۾ منظر ڪردار ۽ واقعا شامل هجن. آڪاڻي انساني زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ مختلف وارداتن، مشاهدن ۽ تجربن جي ترجمان آهي. آڪاڻي دؤر ۾ سنڌ ۾ آڪاڻين جي رواج رهيو آهي. جيڪي مذهبي نوعيت جون ۽ سورمن جي ڪردارن تي مبني هيون. جنن، ديون ۽ پرين جا قصا آڪاڻيون ليکجن ٿيون.

جديد زماني ۾ آڪاڻي يا ڪهاڻي افساني کي چوندا آهن. جنهن ۾ ڪو واقعاتي قصو بيان ڪيل هجي. اصطلاحي طور آڪاڻي اهو قصو آهي. جيڪو ٻاراڻي زندگيءَ ۽ ٻاراڻي دلچسپيءَ پٽاندر ڪردارن تي مبني تصوراتي افسانوي ليک هجي. آڪاڻي ٻڌائڻ جو سلسلو تڏهن کان شروع ٿيو جڏهن انسان ڳالهائڻ سکيو ان ريت ڪن شروع ۾ ٻاڻ سان يا قبيلي وارن سان پيش آيل واقعن کي ياد ڪري بين تائين پهچائڻ شروع ڪيو پر جڏهن اهي ٻڌل واقعا هڪ شخص کان ٻئي شخص تائين ۽ هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين منتقل ٿيا ته انهن افسانوي رنگ ۾ اختيار ڪيو ان ريت اهي قصا ڪهاڻيون ماضيءَ جي واقعن ۽ تجربن جو ذخيرو ثابت ٿيندا ويا. اڳتي هلي ڪي ماڻهو اهي قصا ياد ڪرڻ ۽ ڊرامائي انداز ۾ بيان ڪرڻ جا ماهر ٿي ويا. ان ريت آڪاڻي جو فن اسريو ۽ دنيا جا بهترين قصا جهڙوڪ رامائڻ، مهاڀارت، اليڊ، اوڊيسي وغيره لکيا ويا.

**آکيرا آڪاس ۾** (ڪتاب): مشهور شخصيت، سنڌ واسي، پر هن وقت دبئيءَ ۾ رهندڙ رام بخشاڻيءَ جي انگريزيءَ ۾ لکيل آتم ڪهاڻيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. جيڪو سنڌ جي نامور ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار قمبر شهباز ڪيو آهي. سنڌي اڪيڊمي دهليءَ پاران اپريل 2005ع ۾ ڇپيل هن ڊيمي سائيز ڪتاب جا صفحا 394 آهن ۽ قيمت 200 رپيا آهي. رام بخشاڻيءَ جي آتم ڪٿا دلچسپ آهي. جنهن ۾ ليکڪ نه رڳو زندگيءَ جي سمورن رخن کي ظاهر ڪيو آهي پر ان ۾ هندستان جي سنڌي جاتيءَ جي اڻٿڪ محنت،




اورچائي ۽ جدوجهد جو انوکو داستان آهي. پنهنجي جنم ڀوميءَ ۾ گذاريل شرهن ڏينهن کان وٺي ورهاڱي جي وحشت تائين ڪشمين جي زندگي، ايشيا جي ٻين ملڪن دبئي ۽ جپان جي ترقيءَ ۾ سنڌين جي محنت، واپار ۽ خيراتي نيتي، سنڌي عورتن جي جدوجهد ۽ سنڌيت کي بچائڻ جي دلچسپ تاريخ بيان ڪيل آهي.

**آکيراڄ** : ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديھ ۽ ڳوٺ جو نالو. هن ديھ ۾ 9 ڳوٺ آباد آهن. ڳوٺ آکيراڄ ۾ 700 ماڻهو رهندڙ آهن. ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول آهي.

**آکيرو** : پکي پنهنجي اجهي لاءِ ڪکن، تيلن ۽ سنهي گاهه وغيره سان وڻن ۾ آکيرا ٺاهيندا آهن جڏهن ٻچن ڪڍڻ جي موسم ايندي آهي ته هر پکي پنهنجي ضرورت ۽ حالتن مطابق آکيرو ٺاهيندو آهي. پکي پنهنجو آکيرو جوڙڻ لاءِ ڪک، گاهه جا پن، سينور ۽ تيليون يا ڪاٺيون گڏ ڪرڻ لڳندا آهن.



ڪي پکي آنا لاهڻ لاءِ زمين يا واريءَ ۾ 'کڏڙيون' کوٽيندا آهن. ڪي پکي پنهنجو آکيرو ٺاهڻ بدران ٻئي پکيءَ جي ٺاهيل آکيري تي قبضو ڪري، ان ۾ آنا لاهيندا آهن. جن مان ٻچا ٻئي ڦٽي پوندا آهن. جيئن ڪوئل، جيڪا ڪانءَ جي آکيري ۾ آنا لاهيندي آهي.

**آکيرو[2]**: هن نالي سان ڪنڊڪوٽ تعلقي ۾ هڪ ديھ ۽ تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ڳوٺ آهي. ڪنڊڪوٽ تعلقي جي ديھ ۾ 8 ڳوٺ آباد آهن.

**آگاڻي**: هن نالي سان سنڌ ۾ مسلمانن جي هڪ ذات آهي.

**آگاڻي[2]**: تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ديھ ۽ ڳوٺ جو نالو. ديھ 'آگاڻي' ۾ 8 ڳوٺ موجود آهن. جن مان آگاڻي وڏو ڳوٺ آهي. جنهن جي آدمشماري 3000 آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول ۽ اسپتال آهي. مشهور اديب ملڪ آگاڻي، هن ڳوٺ جو رهواسي آهي. 'ٽيرولي' جو ڪَڻ' نالي سندس ناول ڇپيل آهي.

**آگبوٽ** : آگبوٽ جي لفظي معنيٰ باهه جي طاقت سان هلندڙ ٻيڙي يا هلندڙ جهاز آهي. ليڪن دراصل جهاز ٻاڦ جي طاقت تي هلندو هو يعني 'ٻاڦ جي طاقت



کي حرارت واريءَ توانائيءَ ۾ تبديل ڪندڙ ڪَلَ' هن ان جو طريقو اهو آهي. جو ٻاڦ سلنڊر کي اندر پسٽن ۾ اڳتي ڌڪي ٿي. ٻاڦ جو زور ختم ٿئي ٿو ته سلنڊر پوئتي هٽي ٿو اهو عمل چڪري کي ڦيرائڻ لاءِ دباءُ وجهي ٿو ۽ ڪَلن جو سڄو مانڊاڻ حرڪت ۾ اچي وڃي ٿو ان جو پهريون ڪامياب مثال 'جيمس واٽ' جي 1769ع ۾ ٺهيل ڪَلَ هئي. ٻاڦ جي مدد سان انهيءَ حرڪت ۽ طاقت سان صنعتي انقلاب وجود ورتو ان کان پوءِ 1787ع ۾ 'جيمس رمزي' ٻاڦ تي هلندڙ بحري جهاز هلائڻ جو ڪامياب مظاهرو ڪيو 1807ع ۾ 'رابرٽ فلٽن' "ڪليرمانٽ" بحري جهاز ذريعي ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ 29 ڏينهن ۽ 11 ڪلاڪ لاڳيتو سفر ڪيو اهڙيءَ طرح ٻاڦ جي طاقت (اسٽيم ٽربائين) تي هلندڙ آگبوٽن جو سلسلو شروع ٿيو ۽ ٻيڙهن وارن جهازن جي جاءِ تي آگبوٽن کي ترجيح ڏني وئي.

**آگرا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي اڪثر سنڌ ۾ رهن ٿا. هڪ روايت موجب اصل ۾ اُهي آهن + گر يعني لوهار آهن. سنڌ ۾ رهندڙ لوهارن پاڻ کي 'آگريا' يا 'لوهار' چوايو ۽ پاهران ايران ۽ افغانستان مان آيل ڪاريگرن پاڻ کي 'آهنگر' سڏايو، جيڪي سنڌ ۾ اچي هلي 'آگرا' مشهور ٿيا.

ٻي روايت موجب جيئن ته لوهار آگ تي لوهه تپائي تلوارون ۽ ٻيا هٿيار يا اوزار تيار ڪندا هئا ان ڪري صحيح لفظ آگرا يا آگريا آهي، ۽ اڳوڻي زماني ۾ فارسيءَ ۾ لکڻ سبب آگرا ٿي ويو، ڇو ته فارسيءَ ۾ 'ڳ' جو اچار نه ٿيندو آهي. آگ يا باهه جو ڪم ڪرڻ سبب کين آگريا / آگرا سڏيو ويو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ به رسالي ۾ انهن جو ذڪر ڪيو آهي:

"اڄ آگريا آئيا، سوڍا سرائي"

آگرا سمات آهن، ڪجهه عرصو اڳ انهيءَ ذات مان مخدوم محمد دائود آگرو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. ڪنڊياري تعلقي ۾ ڳوٺ محمد خان آگرو هن ذات جو مرڪز آهي. مشهور اديب، ڪهاڻيڪار، پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس جو اڳوڻو چيئرمين ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو اڳوڻو سيڪريٽري غلام رباني آگرو پڻ هن ڳوٺ جو رهواسي آهي.

**آگرا تاج ڪالوني** : آگرا تاج ڪالوني، ڪراچيءَ شهر جي هڪ مهاجر ڪالوني آهي. هيءَ علائقو لياري نديءَ جي ڪناري تي واقع آهي. ايڪند جي ورهاڱي دوران آگري (يوپي) مان لڏي آيل مسلمانن اچي ڪراچيءَ جي هن علائقي ۾ آباد ٿيا. جنهن ڪري هن علائقي کي 'آگرا تاج ڪالوني' سڏيو وڃي ٿو. ورهاڱي کان اڳ هتي هندن جو وڏو مسان هوندو هو.

**آگرو** : آگرو شهر الهندي اتر پرديش (ڀارت)، درياءَ جمنا جي ڪناري تي آباد آهي. هن شهر جو بنياد سڪندر لوڌيءَ وڌو هو. ڇو ته ان کي آگري کي وچ هند جو مرڪز بڻائي اڳتي وڌڻو هو. پوءِ اڪبر بادشاهه 1566ع ۾ آگري کي مغل سلطنت جي دارالحڪومت جي حيثيت سان منتخب ڪيو. يقيناً ان ڪري جو



تاج محل آگرو

هن جون نظرون مالوي، راجپوتانا، گجرات ۽ دکن تي جميل هيون. پوءِ هو سيڪري ۾ سليم چشتي رحه جو گهڻو معتقد ٿي ويو. سليم چشتي رحه کان اولاد نرينه جي دعا ڪرڻ لاءِ، چيائين جڏهن پٽ جي ولادت جو وقت ويجهو آيو ته ديري لاءِ شيخ سليم چشتيءَ جي درگاهه وٽ محل جو انتظام ڪيو. شهزادو سليم اتي پيدا ٿيو. هن هنڌ کي اڪبر بابرڪت سمجهي سيڪري وٽ فتح پور جي نالي سان نئون دارالحڪومت ان ميدان تي قائم ڪيو جتي بابر راڻي سنگا تي فتح حاصل ڪئي. فتح پور سيڪري آگري کان گهٽ ۾ گهٽ 30 ميلن جي فاصلي تي الهندي پاسي واقع آهي. ڪجهه وقت دهلي ۽ آگرو ٻئي گڏجي دارالحڪومت رهيا. جڏهن شاهجهان دهليءَ ۾ لال قلعو ۽ ٻيون عمارتون تعمير ڪرائي نئون شهر "شاهه جهان آباد" جي نالي سان آباد ڪيو ته آگري جي اهميت گهٽجي وئي پر آگري شهر جي شاهي عمارتن جو جواب نه آهي. مثلن تاج محل، قلعو، موتي مسجد، جامع مسجد، اڪبر جو مقبرو (سڪندره نزد آگرو) وغيره. آگرو اهم ريلوي جنڪشن پڻ آهي. "آگره يونيورسٽي" علمي مرڪز جي حيثيت سان مشهور آهي.

**آگرو، عبداللطيف**: ميان عبداللطيف آگرو ولد حاجي محمد آگرو سن 1901ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ محمد خان آگرو تعلقو ڪنڊياري، اڳوڻي ضلعي نوابشاهه (هاڻي ضلعي نوشهري فيروز) ۾ پيدا ٿيو. ميان عبداللطيف هڪ بهترين استاد هو. پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ اسڪولن جي مئان تعلقي انسپيڪٽر مقرر ٿيو. تعليم کاتي ۾ نهايت ايمانداري ۽ قابليت سان پنهنجا فرائض سرانجام ڏنائين. 6 جولاءِ 1975ع تي وفات ڪيائين.

**آگرو، غلام رباني** : ناميارو سنڌي اديب ۽ ڪهاڻيڪار. غلام رباني آگرو، تعلقي ڪنڊياري جي ڳوٺ 'محمد خان آگري' ۾ 5 نومبر 1933ع تي ڄائو. شروعاتي تعليم پنهنجي پيءُ کان ورتائين. جيڪو ان وقت تعليم کاتي ۾ استاد هو ۽ تعليم کاتي نوابشاهه ۾ انسپيڪٽر مقرر ٿيو. رباني صاحب 1951ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان نوشهري فيروز مدرسي هاءِ اسڪول مان پاس ڪرڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ آيو جتي گورنمينٽ ڪاليج ڦليليءَ ۾ ٻه سال تعليم ورتائين، ان کان پوءِ پاڻ ڪراچيءَ هليو آيو جتي آرٽس ۾ بي اي ڪيائين.



رباني صاحب لکڻ جي شروعات 54-1953ع ڌاري ڪئي. اول ماهنامي 'نئين زندگيءَ' ۾ جوائنٽ ايڊيٽر ٿيو ۽ پوءِ 1959ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. 5 سالن کانپوءِ 1976ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو پرو وائيس چانسلر مقرر ٿيو. تڏهن شيخ اياز وائيس چانسلر جي عهدي تي هو. 1980ع ۾ رباني صاحب واپس سنڌي ادبي بورڊ موٽي آيو جتي هن پنهنجي عهدي سنڀالڻ سان گڏ روزاني هلال پاڪستان ۾ "سنڌي ڪلچر: پس منظر ۽ پيش منظر" جي سلسلي جا مضمون لکيا. سن ڌس 1954ع کان 1960ع تائين لکيل ڪهاڻيون 'آبِ حيات' جي نالي سان ٽي دفعا ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي چڪيون آهن. 1984ع جي آخر ۾ هو اڪادمي ادبيات پاڪستان، اسلام آباد جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو جتي 6 سالن کان پوءِ کيس چيئرمين جي عهدي تي ترقي ڏني وئي. انهيءَ عرصي دوران کيس لاهور ۾ مرڪزي ادبي بورڊ (جنهن کي هاڻي اردو سائنس بورڊ چيو وڃي ٿو) ۽ اسلام آباد ۾ نئشنل انسٽيٽيوٽ فار ڪلچر اينڊ ريسرچ اڪارن جون اضافي ذميواريون پڻ ڏنيون ويون.

رباني صاحب، اسلام آباد ۾ چيئرمين اڪيڊمي آف ليٽرس رهڻ کان پوءِ، فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر مقرر ٿيو ۽ 1996ع ۾ اتان رٽائر ڪيائين. کيس حڪومتِ پاڪستان طرفان 'تمغه امتياز' جو اوارڊ ڏنو ويو ۽ صدر پاڪستان کيس الڳ 'حسنِ ڪارڪردگيءَ' جو اوارڊ پڻ ڏنو. رباني صاحب، سارڪ ملڪن جي ڪلڪتي ۾ ليکڪن ڪانفرنس ۽ ڍاڪا ۾ پاڪستان جي وفدن جي قيادت ڪري چڪو آهي ۽ ٻه دفعا چين ۾ ۽ ٻه دفعا ايران ۾ پاڪستاني اديبن جي وفدن جي پڻ قيادت ڪئي اٿس.

رباني صاحب جي ڪن ڪهاڻين جا، هندستان ۽ پاڪستان جي مکيه

ٻولين مثلاً: اردو، هنديءَ، مرهٽيءَ، پنجابيءَ ۽ گجراتيءَ کان سواءِ انگريزيءَ، چيني ۽ جرمن زبانن ۾ به ترجما ٿي چڪا آهن. جيئرمئن اڪيڊمي آف ليٽرس جي زماني ۾ سنڌس پاڪستان جي مکيه اديبن ۽ شاعرن سان ملاقاتون ٿيون. سنڌ جي مکيه اديبن ۽ عالمن جي خاڪن تي مشتمل سندس ڪتاب 'جهڙا گل گلاب جا'. سنڌي ادبي بورڊ، ٻن جلدن ۾ شايع ڪيو آهي. ان کان سواءِ پاڪستان جي ٽن برگزيده شخصيتن ۽ اهل الله، قلندر لعل شهباز رح، پير سائين محمد راشد روضي ڌڻيءَ رح ۽ غوث بهاءُ الحق ملتاني رح جي سوانح ۽ تعليمات تي مشتمل سندس ڪتاب 'سنڌ جا ٻه بحر ۽ ٻهراڙ' ٿي سال اڳ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي. سندس انٽرويو چين جي ممتاز اخبار 'پيپلز ڊيليءَ' ۾ شايع ٿيا آهن. جڏهن ته ڪجهه ٻيا انٽرويو ريڊيو وائيس آف آمريڪا تان پڻ نشر ٿيا. انگلينڊ جي مشهور محقق ڊيوڊ جيئرمن، ڪئناڊا جي محقق ڊاڪٽر مشڪلين ۽ جرمنيءَ جي عالم خاتون ڊاڪٽر اينيمري شمل پنهنجي لکيل ڪتابن ۾ رباني صاحب جي ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. رباني صاحب ڪجهه سال اڳ ٻيهر سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو ۽ هن وقت حيدرآباد ريجنل آفيس جو محتسب آهي.

**آگسٽ**: عيسوي سن جو اٺون مهينو، جنهن تي اهو نالو رومين جي مشهور بادشاهه آگسٽس (63 ق.م 14 ق.م) سبب پيو. جيئن ته رومي بادشاهه آگسٽس نهايت ايماندار ۽ انصاف پسند هوندو هو تنهن ڪري روم جو عوام منجهانئس ڏاڍو خوش هوندو هو ۽ هن سان گهڻي محبت ۽ عقيدت رکندو هو. رومين هن کي آگسٽس يعني "مقدس يا محترم" جو لقب ڏئي ڇڏيو. انهيءَ لقب پٺيان، عيسوي سال جي اٺين مهيني تي، آگسٽ نالو رکي، رومي عوام پنهنجي عظيم شهنشاهه کي هميشه لاءِ امر ڪري ڇڏيو.

آگسٽس جو اصل نالو آڪٽيوين (Octavian us) هو ۽ هو جوليس سيزر جو ڀائيج هو ۽ سيزر جي قتل بعد روم جو بادشاهه ٿيو. هن روم ملڪ کي تمام گهڻي ترقي ڏياري، هن جي دور ۾ تعميرات کي فروغ حاصل ٿيو.

جيئن ته ڏينهن جي حساب سان جولاءِ مهيني ۾ 31 ڏينهن ٿي آيا ۽ آگسٽ مهيني ۾ 30 ڏينهن پئي ٿيا. جيڪا ڳالهه رومي عوام کي پسند نه آئي. هنن چاهيو جو سيپٽمبر مهيني جي 31 ڏينهن مان هڪ ڏينهن گهٽائي آگسٽ ۾ آڻي، ان کي 31 ڏينهن وارو مهينو بنائي، پنهنجي عقيدت ۽ شهنشاهه جي وڏائيءَ جو اظهار ڪري ڇڏيو. هنن کي اها ڳالهه پسند ئي نه پئي آئي، ته آگسٽ جو مهينو جولاءِ (جوليس سيزر جي نالي سان منسوب ٿيل مهينو) مهيني کان گهٽ هجي. ان کان سواءِ اها ڳالهه به مشهور آهي، ته شهنشاهه آگسٽس سال جي اٺين مهيني ۾ نهايت سٺا ۽ عوامي ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا هئا. انهيءَ مهيني ۾ مصر جي فتح ٿي، رومي ڪائونسل جي تشڪيل ٿي ۽ روم طويل جنگ جي خاتمي سبب مشهور ٿيو. انهيءَ ئي مهيني ۾ ادب، آرٽ، موسيقي ۽ شاعريءَ کي ترقي ملي. تعميرات کي عروج حاصل ٿيو. آگسٽ مهيني ۾ ڌرتيءَ جي اڌ حصي تي ڏينهن ننڍا ۽ راتيون وڏيون ٿينديون آهن. جڏهن ته باقي اڌ حصي تي ڏينهن وڏا ۽ راتيون ننڍيون ٿينديون آهن. هن مهيني ۾ برساتون به خوب پونديون آهن. درياهه موجن ۾ هوندا آهن.

**آڳ گاڏي**: ٻاڦ جي زور تي (ٻاڦ جي طاقت سان) هلندڙ انجڻ واري گاڏي. ابتدائي ريل گاڏي.

**آگمُ**: اونهاري ۾ ساوڻ واري مينهن وسڻ کان اڳ ٿيندڙ اُڪرس، اُوگهم يا گُهٽ. ڪڪرن جي مڙي اچڻ، جهڙ ٿيڻ کي "آگمڻ" چئبو آهي. جنهن مان مراد برسات جو لهي اچڻ آهي. آگم انهيءَ حالت کي چئبو آهي.

"اڄ پڻ اسيدون آگم سنڌيون اڀ ۾" (شاهه)

**آگم پبلشنگ ايجنسي**: لطيف سائينءَ جي سُر 'سارنگ' ۾ استعمال ٿيل لفظ 'آگم' جي نسبت سان قائم ڪيل ڇپائي جو ادارو، جيڪو مشهور اديب ۽ ڊراما نگار نثار حسينيءَ 1977ع ۾ حيدرآباد ۾ قائم ڪيو. هن اداري جي ڪتابن جي ڇپرائيءَ جو ڳاڻيٽو 115 آهي، جنهن ۾ 5 رسالا، ڪجهه ڪتابي سلسلا، افسانوي ادب، تاريخ، شاعري، سفر ناما، ٻارن جا ڪتاب وغيره شامل آهن. هن اشاعتي اداري ۾ خصوصيت سان ڪتابن جي ڇپائيءَ ۾ نواڻ تي خاص ڌيان ڏنو ويو. آگم پبلشنگ ايجنسيءَ جي 21 ڪتابن تي سنڌ الاجيءَ، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۽ رائيٽرس گلڊ پاران ڪتابن جي ليکڪن، آرٽسٽن ۽ سهڻي ڇپائيءَ تي اداري کي انعام مليل آهن. هن اداري جي ڇپايل اهم ڪتابن ۾: "ديوان حافظ" (ترجمو: محمد يعقوب نياز)، "جوليون" (شرجيل)، "ڌرتي سرتي" (شاعري: استاد بخاري)، "نيڻن واري ناني" (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: اڪبر جسڪاڻي)، "خيرو حجم" (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: اڪبر جسڪاڻي)، "پتنگن پٺيان ڊوڙ" (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: ج.ع منگهاڻي)، "هوائن جي آڌار" (سفرنامو: فهميده حسين) "ويچار" (تنقيد: ممتاز مهر) وغيره اچي وڃن ٿا.

**آگياري** (Tower of Silence) : هن کي رخمو به چوندا آهن. سنڌ ۾ به زردشتي مذهبي مقام 1847ع- 1875ع ۾ قائم ٿيا جن مان هڪ آگياري پاڪستان چوڪ ۽ ٻيو صدر ڪراچيءَ ۾ آهي. هيءَ اها جڳهه آهي جنهن کي پارسي پنهنجي مُردن لاءِ آخري آرام گاهه طور استعمال ڪندا آهن. هي هڪ گول پليٽ فارم آهي، جنهن جي درمياني گولائي 300 فوٽ ٿئي ٿي. ان



جي سطح پٿرن جي بلاڪن ۽ سيمينٽ سان تيار ڪئي ويندي آهي. ان گولائي کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي. پهرين مردن لاءِ، ٻي عورتن لاءِ ۽ ٽين ٻارن لاءِ. پليٽ فارم تي چڙهڻ لاءِ هڪ رستو فوٽ پاٿ نموني جو ٿئي ٿو. انهيءَ پليٽ فارم جي وچ ۾ هڪ اونهو کوهه ٺهيل آهي. جنهن جي اونهائي 150 فوٽ ٿيندي آهي. ان جون پٿيون ۽ فرش پڪي بلاڪ جو ٺهيل هوندو آهي. کوهه جي اندروني سطح تي سوراخ موجود هوندا آهن. جتان مينهن جو پاڻي اندر داخل ٿيندو آهي ۽ پوءِ اهو پاڻي زير زمين موجود ڇڻن نالين سان ڳنڍيل هوندو آهي. جيڪي وري ڇڻن کوهن سان ڳنڍيل ٿين. جنهن جي هيٺين سطح ڌار ڪول ۽ واري سان ڍڪيل هوندي آهي. مذڪوره کوهه جي مٿان مرده کي بنا ڪپڙن جي رکيو ويندو آهي. ٻن ٽن ڪلاڪن ۾ ڳجهون ان جو ماس پٽي وينديون آهن ۽ هڏين کي کوهه جي سوراخن ۾ اڇلايو ويندو آهي. هتي ڪراچيءَ ۾ اهڙيون ٻه آگياريون آهن. هڪ ننڍي ۽ ٻي وڏي. ڪراچي ۾ 2000 کن زردشتي رهن ٿا.

**آڳاٽو اڻپورو قلمي نسخو** : شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هڪ آڳاٽو قلمي نسخو، جنهن جا فقط 46 ورق دستياب ٿيا آهن. هيءُ رسالو ڪڏهن لکيو ويو، ان جو سن معلوم ڪونهي. ڪاغذ ۽ صورتخطيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ رسالو آڳاٽو لکيل آهي. هن نسخي ۾ 17 سُرن 468 بيت ۽ 17 ڪافيون شامل آهن. پهريون سُر "سسئي" آهي. سُرن ۾ آيل بيتن ۽ انهن جي ترتيب مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ هڪ انتخاب آهي. موجوده ورقن ۾ ڪٿي به ڪتابت جو سن يا ڪاتب جو نالو لکيل ناهي. هن ۾ 'سُر سسئي' هيٺئين بيت سان شروع ٿئي ٿو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته 'سُر سسئيءَ' سان شروع ٿيندڙ رسالن ۾، هن جي روايت الڳ آهي:

"سڌ مَ ڪر سڄڻ ري، هلڻ ري مَ هل.
جلڻ ري مَ جَل، رئڻ ريءَ متان رُئين"

هن ۾ 'سُر جکرو' هڪ نئون عنوان آهي. جنهن هيٺ 'سُر بلاول' وارا بيت قلمبند ٿيل آهن. 'سُر وهاڳ' ۽ 'سُر پرڀاتي' جدا جدا ڪري لکيل آهن. حالانڪ ٻنهي سُرن هيٺ 'سُر پرڀاتيءَ' جا بيت شامل آهن. 'سُر متفرقات' جي عنوان سان سهڻيءَ، سسئيءَ ۽ مارئيءَ جي سُرن جا بيت لکيل آهن. 'وائيءَ' کي هر جاءِ 'ڪافي' ڪري لکيو ويو آهي.

**آڳاٽو اڻپورو قلمي نسخو**[2] : شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هيءُ ٻيو نسخو آهي. هن جي ڪتابت جو سن وغيره ڄاڻايل ناهي. تحرير آڳاٽي آهي. هن نسخي جا فقط 43 ورق دستياب ٿيا آهن. جن ۾ 5 سُر (سرود ڪلياڻ، سر راڳ، ساموندي، توڙي ۽ سرود سسئي)، 316 بيت ۽ 17 وايون شامل آهن. فقط 'سرود ساموندي' سڄو سربستو موجود آهي. جنهن ۾ شامل بيتن جي ترتيب توڙي 'سرود ڪلياڻ' ۽ 'سرود توڙي' (سهڻي) هيٺ ڏنل بيتن جي ترتيب 'برٽش ميوزيم' واري نسخي سان ملي ٿي. جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته هيءُ رسالو جيتوڻيڪ وچئين دور وارن رسالن مان آهي (جيڪي 'سر ڪلياڻ' سان شروع ٿين ٿا ۽ هن ۾ پڻ 'سرود ڪلياڻ' جدا بيٺل آهي). مگر هن جي ترتيب 'گنج' رسالي جي بدران برٽش ميوزيم واري نسخي مطابق آهي.

**آڳاٽو اڻپورو قلمي نسخو**[3] : شاهه عبداللطيف جي ڪلام جو ٽيون اڻپورو نسخو آهي. جنهن جا فقط 7 ورق (14 صفحا) نمبر108_ 102 ڏاتين دستياب ٿيا. جيڪي سڪيءَ مان ٿيل آڳاٽي ميرانجهڙي ۽ ٿلهي ڪاغذ جا آهن. انهن ورقن ۾ هيٺين سُرن جا ٿورا ٿورا بيت شامل آهن: ڪلياڻ ۽ يمن، بيراڳ يعني بروو سنڌي، سورٺ، رپ، ساموندي ۽ ڪارايل. حاشيي ۾ مومل راڻي جا بيت لکيل آهن. انهن ورقن ۾ آيل هرهڪ سُر ۾ بيتن جي مختصر تعداد مان پائنجي ٿو ته هي مجموعو هڪ انتخاب آهي.

**آڳڙيا**: ترارون، ڀالا، نيزا، ڪهاڙيون ۽ جنگي هٿيار ناهيندڙ لوهار. جيڪي نه رڳو هٿيار ناهيندا هئا پر هٿيارن کي تيز سراڻ تي تيز ڪرڻ ۽ انهن تي پاڻي چاڙهڻ جا پڻ ماهر هوندا هئا. انهن مان 'سما' ۽ 'ڪاريا' مشهور سراڻي هوندا هئا. جيڪي لوهه ۽ پهڻ کي ڳاري رڪ ناهيندا هئا.

**آڳڙيءَ جو دڙو** : بدين ضلعي ۾ هڪ دڙو. جيڪو آثار قديمه ۾ شمار ٿئي ٿو. هيءُ دڙو تعلقي گولاڙچيءَ جي ديهه 'آڳڙيءَ' ۾ موجود هو. هن وقت زمين جي اندر دٻجي ويو آهي.

**آڳ ڳاڏي ٽنڊي جي** (راند): هيءَ راند ٻن ٻار ڪندا آهن. جن مان ٻه اوڪڙو ٿي ويهندا. هڪڙو ڄڻو ڪپو هٿ وات تي رکي ڪندو: "آ-وا-وا-هيي." ائين چئي، اهو هٿ پنهنجي ساڄي ٻانهن جي ڏوري کي پڄائي جهلڻ ۾ روڪيندو. ورِي مخالف سامهون ويٺل ٻار پنهنجو ساڄو هٿ "آ- وا- وا- هيي." چئي، پنهنجي کابي ڏوري کي سوگهو جهلڻ سان روڪيندو. تنهن کان پوءِ پهريون ٻار هاڻ پنهنجو ساڄو هٿ وات تي رکي "آ- وا-وا هيي" چئي، سامهون ٻار جي ساڄي ڪلهي کي پڪڙي جهليندو. ان کان پوءِ ٻيو ٻار پنهنجو کابو هٿ وات تي آڻي ٽيهري ٽيهري چوندو: "آ-وا-وا-هيي." اهو هٿ پهرئين ٻار جي ساڄي ڪلهي تي پڄائي رکندو. هاڻ ٽيئون ٻار (هنن جي ٻانهن جي رکڻ سان جيڪي ٿي خال ٺهيا هڪ هڪ سيني جي پرڀرو ۽ ٽيون وچ ۾) هڪڙي ٽنگ هڪڙي ٻار جي سيني واري خال ۾ ٻي ٽنگ ٻئي سيني واري خال ۾ وچهي وچ واري خال تي ٽاڱو ٿي ويندو. پوءِ هو ڳنڍيل ٻنهي ٻار اُٿندا ۽ چوندا هلندا: "آڳ ڳاڏي ٽنڊي جي، آڳ ڳاڏي ٽنڊي جي." پوءِ مقرر ڪيل ڊنگ تائين ان کي ٻانهن تي کڻي اتي لاهيندا. اتان وري لٿل ٻار: "آ-وا-وا-هيي" چئي ڄنبو ۽ ٻيو ٻار مٿان چڙهندو اهڙي ريت واري تي ٽيئي چڙهي پيا راند ڪندا.

**آڳهمي، ابو طالب**: حاجي ابو طالب آڳهمي. پنهنجي وقت جو ولي ڪامل درويش ۽ خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جي مريدن مان هو. حاجي ابوطالب آڳهمي خواجه صاحب جي صحبت کان اڳ ۾ پيرين پنڌ شام، روم، عرب، عجم جو سفر ڪري درويشن جون زيارتون ڪيون ۽ ڪائنس فيض ورتا. حاجي ابوطالب تارڪ الدنيا درويش هو. زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن کي سوالُ ڪو نه ڪيو هئائين. سنڌس گهر واري "ڏڏ" ولوڙيندي هئي ۽ هي اهو کٿي بازار ۾ وڪڻندو هو. مشهوري يا پيري مريديءَ کان ڪوهين پڇندو هو. سموري ڄمار ۾ فقط ٻه مريد ڪيا هئائين جن مان هڪ سيد محمد مدني هو جو عرب ملڪ ۾ پنهنجي وقت ۾ هڪ وڏو مشهور بزرگ ڪامل ٿي گذريو آهي. شيخ ابو طالب آڳهمي پوئين ڄمار ۾ حيدرآباد سنڌ جي ڏکڻ ۾ سيد پور جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو جتي ٿي وفات ڪيائين سندس مقبرو اتي ئي آهي. هي بزرگ 13 صديءَ جي بزرگن مان آهي.

**آڳر ويڙهو**: هڪ قسم جي بيماري. آڱر جي ننهن تي چلي واڱر ٿيل ڦرڙي، جنهن ۾ سور ۽ خارش ٿئي، ان کي "ننهن ڦر" به چئبو آهي.

**آڱرين جو اَٽ هلائڻ** (راند): ٻارڙن جي وندر لاءِ راند. ماڻت ٻنهي هٿن جي ٻنن کان ٻيانڱرين ۾ وچهي پوءِ ڦٽيون اڀتيون ڪندو ته ٻتو ڦڪو ٺهي پوندو ان ٻتي ڦڪي کي مٿي اُبو جهلي ان مان اڳيان بيٺي ڏسئيون آڱريون ٻاهر ڪڍي اُڀيون ڪري انهن جون چوٽيون پاڻ ۾ ملائيبون ۽ پٺيان به ٻئي جيجون ڪڍي انهن جون چوٽيون پاڻ ۾ ڳنڍيون. پوءِ ٻار کي چوندو ته هي بيٺي اَٽ آهن "تون کهڙو ٿو ڪٽين؟" ٻار جي چوندو "اڳيون". ته پاڻ چوندو: "منهنجو اَٽ پويون آهي." پوءِ بيٺي ڳنڍيل جيجون هيٺ مٿي ڪري چوندو: "منهنجو اَٽ هلي پيو، پيوءِ جو اَٽ بيٺو آهي." اهي لفظ ٻڌي ٻار جي هانءَ تي مونجهارو ٿيندو. اهو محسوس ڪري وري اڳيون آڱريون هيٺ مٿي ڪري چوندو: "پيوءِ جو اَٽ هلي پيو، منهنجو اَٽ بيٺو آهي." ٻار خوش ٿيندو. وري بيٺي جوڙ آڱرين جا هلائي چوندو: "بيٺي اَٽ پيا هلن."



**آڱوٺو**: هٿ جي پنجن آڱرين مان سڀ کان ڏار بيٺل آڱر، جنهن کان سواءِ ڪا شيءِ جهلڻ ممڪن نه آهي. اصطلاحي طور 'آڱوٺو ڏيکارڻ' ٺهه جواب ڏئي ڇڏڻ کي چئبو آهي. ان لاءِ ٻيو لفظ 'ٺينگو' به استعمال ٿيندو آهي. سنڌ ۾ ان جو استعمال ناڪاري معنيٰ رکي ٿو جڏهن ته يورپ ۾، خاص ڪري انگلنڊ ۾ آڱوٺو ڏيکارڻ معنيٰ 'ها' يا مثبت جواب. آڱوٺو ڏيکاري لفٽ ورتي ويندي آهي. آڱوٺي جو رخ هيٺ ڪري اشارو ڪرڻ جو مطلب آهي 'ڪم

ڪوڙ ٿيو يا خراب ٿيو.

اڦڙهيل ماٿهو صحي ڪرڻ بدران ڪاغذ تي آڱوٺو هڻندا آهن. ان ڪري اڻ پڙهيل ماڻهوءَ کي 'آڱوٺي ڇاپ' به چوندا آهن.

**آگوٺي:** پيرن ۾ پائڻ لاءِ ڳهه. جو هڪ قسم (پيرجي آڱوٺيءَ جو ويڙهه)، جيڪو عام طرح چانديءَ مان ٺهندو آهي. پر سون مان به ٺاهيندا آهن.

**آلاپ/ النڪار:** راڳ جو هڪ اصطلاح. سرگم جي پلٽي نموني ڳلي مان آواز ڪڍڻ کي النڪار يا آلاپ چئبو آهي. تنهنڪري هر سرگم کي شاگرد باجي تي ڪي ڪرڻ کان پوءِ پلٽي نموني ادا ڪندا آهن.

**آلاپ وطن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پيرومل ايسرداس جڳتياڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪراٽون سائيز ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڇاپايل آهي. قومي ساهتيه منڊل حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون. بابا پرنٽنگ ورڪس مان 1944ع ۾ ڇپيو.

**آل انڊيا ڪانگريس** : ڀارت جي مشهور سياسي جماعت. جيڪا 1885ع ۾ قائم ٿي. ان جو بنيادي مقصد هندستان کي آئيني ذريعن سان نوآبادياتي حق ڏيارڻ هو 1917ع ۾ انتهاپسند عنصرن. مهاتما گانڌيءَ جي قيادت ۾ ڪم ڪندڙ اعتدال پسند سياستدانن ۽ سڀني کي استعيفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو ۽ ڪانگريس ۾ اڪثريت راءِ حاصل ڪري انگريزن کان سوراج جو مطالبو ڪيو. ان دور ۾ ڪانگريس جو خاص هٿيار اهنسا ۽ سول نافرماني هئا. جن کي پهريون ڀيرو 1919ع ۾ وسيع پيماني تي استعمال ڪيو ويو. ٻي مهاڀاري جنگ (1939ع) دوران ڪانگريس. سول نافرمانيءَ ۽ ٻيو ڀاڱو جي تحريڪ هلائي. ان سان گڏ ڀارت مان انگريزن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ 'هندستان ڇڏيو' (Quit India) جو نعرو هنيو نتيجي طور ڪانگريس جا گهڻا اڳواڻ گرفتار ٿيا ۽ 1942ع کان 1945ع تائين هن جماعت کي غيرقانوني قرار ڏئي. ان تي پابندي وڌي وئي. آل انڊيا ڪانگريس جا سنڌ ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي. اين آر ملڪاڻي ۽ ٻيا سنڌي اڳواڻ سرگرم رهيا.

ان کان پوءِ واري زماني ۾ جڏهن انگريز حڪومت سان ٻيهر پيرو ڳالهيون ٿيون ته ان وقت هندستان جا مسلمان 'آل انڊيا مسلم ليگ' جي پليٽ فارم تي متحد ٿي چڪا هئا. تنهنڪري ڪانگريس کي مسلم ليگ جي مطالبي موجب مسلمانن لاءِ جدا اسلامي رياست جو مطالبو تسليم ڪرڻو پيو. 14-15 آگسٽ 1947ع تي تنوي کند هندستان ۾ ٻه جدا جدا آزاد رياستون 'پاڪستان' ۽ 'ڀارت' جي نالن سان وجود ۾ آيون ۽ ڪانگريس ڀارت ۾ حڪمران پارٽي ٿي.

مارچ 1977ع جي عام چونڊن ۾ هن جماعت کي جنتا پارٽيءَ جي مقابلي ۾ سخت شڪست آئي اهڙيءَ طرح ڀارت ۾ ڪانگريس جي ٽيهن سالن جي مسلسل حڪومت جو خاتمو ٿي ويو. ۾ 1980ع جي چونڊن ۾ هيءَ جماعت ٻيهر اقتدار ۾ آئي ڏهن سالن کان پوءِ ٻيهر سنڌس اقتدار جو خاتمو آيو ان بعد اها پارٽي ڀارت ۾ مخالف ڌر جي وڏي پارٽي ٿي اڀري، ان کان پوءِ هڪ ڀيرو وري ڪانگريس پارٽي اقتدار ۾ آئي ۽ هن وقت ڀارت ۾ ڪانگريس جي سربراهه سونيا گانڌي آهي هن وقت ڀارت ڪانگريس جي حڪومت آهي ۽ ڪانگريس سان لاڳاپيل من موهن سنگهه ان جو وزيراعظم آهي.

**آل انڊيا محمڊن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس:** آل انڊيا محمڊن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس جو باني سرسيد احمد خان هو جنهن مسلمانن ۾ تعليم جو لاڙو پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون.

ڪانفرنس جو پهريون اجلاس 27 ڊسمبر 1886ع تي علي ڳڙهه محمڊن اينگلو اورينٽل ڪاليج ۾ ٿيو هن تحريڪ ذريعي علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو ڍاڪا يونيورسٽي ۽ اسلاميه يونيورسٽي به هن تحريڪ جو ثمر هيون. هن ڪانفرنس جي 1906ع واري اجلاس ۾ مسلم ليگ جو قيام عمل ۾ آيو هن ڪانفرنس ٻاران 1907ع ۾ ڪراچيءَ ۾، 1914ع ۾ راولپنڊيءَ ۾، 1919ع ۾ خيرپورميرس ۾ ۽ 1936ع ۾ لاهور ۾ وڏي پيماني تي اجلاس ڪيا. هن ڪانفرنس ذريعي ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج پڻ وجود ۾ آيا.

**آل انڊيا مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن:** گڏيل هندستان ۾ مسلمان شاگردن جي مشهور تنظيم (AIMSF) هئي. 1935ع ۾ لکنوءِ ۾ مسلمان شاگردن جو اهم اجلاس ٿيو جنهن جي صدارت قائداعظم ڪئي. ان اجلاس کان ترت ئي پوءِ جنوري 1936ع ۾ لکنوءِ ۾ 'آل انڊيا مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جو بنياد پيو. فيڊريشن جو پهريون اجلاس ڊسمبر 1937ع ۾ ڪلڪتي ۾ قائداعظم جي صدارت ۾ ٿيو ان کان پوءِ هن تنظيم مسلمانن جي عظيم مفادن لاءِ باقاعده ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

سنڌ ۾ هن فيڊريشن جو بنياد 1943ع ۾ پيو ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ فيڊريشن جون شاخون کوليون ويون. جيڪي 'يونين' جي نالي سان سڏبيون هيون. سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو پهريون صدر عبدالعليم درياڻي ٿيو حيدرآباد جو جنرل سيڪريٽري قاضي عبدالمنان. ٺٽي جو عبدالڪريم عقيلي. شڪارپور جو عبدالغفور پرڳڙي (خادم الاسلام) ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي يونين جو سيڪريٽري نجم الدين بلوچ ٿيا سنڌ جي مسلمان شاگردن هن تنظيم ۾ جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪيو سنڌ ۾ هن پليٽ فارم تان خدمتون سرانجام ڏيندڙن ۾ آغا غلام نبي پٺاڻ. ڪريم بخش خالد. اختر مير منصب علي. حاجي عبدالله هارون جي خاندان جا ماڻهو ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**آل انڊيا مسلم ليگ** : هندستان جي مسلمانن جي پهرين سياسي تنظيم آهي. آل انڊيا مسلم ليگ جو بنياد 30 ڊسمبر 1906ع تي ڍاڪا جي شاهه باغ ۾ هڪ سياسي جلسي ۾ پيو اهو جلسو نواب سليم الله خان منعقد ڪرايو ۽ نواب وقار الملڪ ان جي صدارت ڪئي. ٻين شرڪت ڪندڙن ۾ نواب محسن الملڪ. سر آغا خان. حڪيم اجمل خان. ميان محمد شفيع. ايم. اي دهلوي. مولانا محمد علي 'جوهر' وغيره شامل هئا. هن جلسي ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو بنياد وڌو ويو ۽ سر آغا خان کي ان جو پهريون صدر ۽ نواب محسن الملڪ ۽ نواب وقارالملڪ کي ترتيبوار سيڪريٽري ۽ جوائنٽ سيڪريٽري بڻايو ويو.

29 -30 ڊسمبر 1907ع تي. ڪراچيءَ ۾ هن جماعت جو پهريون ساليانو اجلاس ٿيو جنهن ۾ مسلم ليگ جو دستور منظور ڪيو ويو.

30 -31 ڊسمبر 1913ع تي آگري ۾ ستين ساليانو اجلاس جي موقعي تي محمد علي جناح (قائداعظم) هن جماعت جو ميمبر ٿيو.

29 -30 ڊسمبر 1930ع تي الهه آباد ۾ علامه محمد اقبال جي صدارت ۾ ايڪيهون ساليانو اجلاس ٿيو جنهن ۾ پاڪستان جي جاگرافيائي سرحدن جو تصور پيش ڪيو ويو.

11 -12 اپريل 1934ع تي بمبئيءَ ۾ ٿيندڙ چوويهين اجلاس ۾ قائداعظم کي آل انڊيا مسلم ليگ جو صدر بڻايو ويو.

1938ع ۾ ڪراچي سنڌ واري اجلاس ۾ پهريون ڀيرو پاڪستان بابت ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. جيڪو محب وطن سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ پيش ڪيو.

23 مارچ 1940ع تي لاهور جي منٽو پارڪ ۾ قائداعظم جي صدارت هيٺ ستاويهون ساليانو اجلاس ٿيو. هيءُ اجلاس اهم ترين اجلاس هو. هن اجلاس ۾ 'پاڪستان جو ٺهراءُ' منظور ڪيو ويو. جنهن جي تائيد ۾ اپريل 1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ سڀ کان پهرين ٺهراءُ منظور ڪرايو.

آل انڊيا مسلم ليگ جو آخري ساليانو اجلاس 24- 25 ۽ 26 ڊسمبر 1943ع تي قائداعظم جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ٿيو.

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آل انڊيا مسلم ليگ جو وجود ختم ٿي ويو ۽ فيبروري 1948ع ۾ آل پاڪستان مسلم ليگ قائم ٿي ۽ چوڌري خليق الزمان ان جو صدر ٿيو. پر جلد ئي هن جماعت جي اها مقبوليت ختم ٿي ويئي ۽ اڳتي هلي هيءَ تنظيم مختلف ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. جنرل ايوب خان جي دؤر دوران آل پاڪستان مسلم ليگ جو وجود لڳ ڀڳ ختم ٿي ويو هو. بعد ۾ مسلم ليگ جي نالي سان ٻيون به ڪيتريون ئي جماعتون وجود ۾ آيون. مثلاً: ڪنوينشن مسلم ليگ، ڪائونسل مسلم ليگ، مسلم ليگ (خيرالدين گروپ)، فنڪشنل مسلم ليگ (پاڳارو گروپ) وغيره.

هن وقت پاڪستان ۾ مسلم ليگ (ق)، فنڪشنل مسلم ليگ ۽ مسلم ليگ (نوازشريف گروپ)، تنظيمي طور ڪم ڪري رهيون آهن. پر وڏي ۾ وڏو گروپ مسلم ليگ (ن) آهي.



**آلا نيڻ ٻهارن جا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فياض ڏاهريءَ جو شعري مجموعو آهي. ڊيمي سائيز رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 176 آهن. ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ نظم، گيت ۽ غزل شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ عبدالواحد آريسر لکيو آهي. ڪتاب جي قيمت 120 رپيا ڇاپيل آهي.

**آل پاڪستان ايجوڪيشنل ڪانفرنس**: شروع ۾ هڪ ادارو 'آل انڊيا محمڊن ايجوڪيشنل ڪانفرنس' جي نالي سان گڏيل هندستان ۾ سرگرم عمل هو. جنهن جو بنياد سرسيد احمد خان وڌو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن اداري جو ناظم سيد الطاف علي بريلوي 1950ع ۾ پاڪستان لڏي آيو ۽ 1951ع ۾ 'آل پاڪستان ايجوڪيشنل ڪانفرنس' جي نالي سان ان جو بنياد رکيائين. ابتدا ۾ هن جي آفيس ڪراچيءَ جي صدر علائقي ۾ ميجر شمس الدين جي ڪوٺيءَ جي هڪ ڪمري ۾ هئي. بعد ۾ سنڌ مدرسي جي هڪ ڪمري ۾ ۽ ان کان پوءِ مسواڙ تي جاءِ وٺي اداري جو ڪم ڪار هلايو ويندو هو. هينئر اداري جي آفيس ناظم آباد (ڪراچيءَ) ۾ پنهنجي هڪ عاليشان عمارت ۾ آهي.

هيءُ ادارو هڪ علمي، تعليمي ۽ ثقافتي ادارو آهي. پاڪستان ۾ مسلمانن جي تعليمي ۽ لسانی، ترقي، اصلاح ۽ تحفظ هن جا بنيادي مقصد آهن. انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ جيڪي طريقا طئي ڪيا ويا آهن، انهن ۾ تصنيف ۽ تاليف، تعليمي ادارن جو قيام، عورتن جي تعليم جي ترقي، لائق استادن ۽ استادياڻين جي تياري، صحيح قسم جي مذهبي تعليم جو پرچار، ابتدائي تعليم کي عام، مفت ۽ لازمي ڪرائڻ، تعليم ۾ سائنس ۽ صنعت جي مضمونن کي شامل ڪرڻ، اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ فوجي تعليم لازمي ڪرائڻ، عربي زبان ۾ تعليم جو واڌارو، مرڪزي ڪتب خانو قائم ڪرڻ، ڪانفرنسون ڪوٺائڻ، رسالا جاري ڪرڻ، بالغن جي تعليم، ۽ ناخواندگيءَ ختم ڪرڻ جون تدبيرون ۽ جسماني تربيت کي نصاب ۾ داخل ڪرائڻ جون ڪوششون شامل آهن.

ڪانفرنس جيتوڻيڪ پنهنجا سڀئي مقصد حاصل نہ ڪري سگهي آهي، پر اُن کي ڪجهه ڪاميابي ضرور حاصل ٿي آهي. اُن جي 'تصنيف ۽ تاليف واري اڪيڊميءَ' جي ڪارڪردگي بهتر آهي. هيستائين تعليم، نفسيات، فلسفي، سائنس، ٻوليءَ، ادب، سيرت، سوانح، تاريخ، سماجيات وغيره تي هڪ سؤ کان به وڌيڪ ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. ڪانفرنس جو ٽه ماهي علمي ادبي رسالو 'العلم' 1951ع کان مسلسل شايع ٿيندو رهي ٿو.

ڪانفرنس جي نظرداريءَ هيٺ علمي ۽ ادبي مجلسون ٿينديون رهن ٿيون. ناظم آباد ۾ سرسيد گرلز ڪاليج هن 'ڪانفرنس' جو ڪارنامو آهي.

**آل پاڪستان ميمڻ فيڊريشن** : ميمڻ برادريءَ جي مختلف سماجي ڪمن جي انجمنن جي فيڊريشن. هيءَ تنظيم 28 آگسٽ 1953ع ۾ قائم ٿي. اُن جو پهريون صدر (1953ع کان 1956ع تائين) حاجي عبدالشڪور حاجي علي محمد ٽمبي هو. پاڪستان ۾ رهندڙ 66 مختلف ميمڻ برادرين جي تنظيمن تي مشتمل هن فيڊريشن جو بنياد ان ڪري وڌو ويو تہ جيئن ميمڻ برادريءَ لاءِ فلاح ۽ بهبود جي ڪوشش کي گڏيل طريقي سان سرانجام ڏنو وڃي. هيءَ تنظيم رضاڪارانہ طور تي تعليم، صحت ۽ سماجي ڀلائيءَ جي ڪيترن ئي فلاحي ادارن کي مدد ڪندي رهندي آهي. هن تنظيم شادي مراديءَ ۾ غيراسلامي ۽ فضول رسمن جي خاتمي لاءِ ڪيترائي سماجي ضابطا جوڙي ۽ عملي طور تي نافذ ڪري، تقريبن ۾ سادگيءَ جي واڌاري لاءِ ڪيتريون ڪوششون ڪيون آهن. مرحوم جسٽس عبدالحفيظ ميمڻ بہ ان جو چيئرمين رهي چڪو آهي. هن تنظيم جون سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سنڌي ميمڻن تي مشتمل شاخون پڻ آهن جيڪي تعليم، صحت ۽ سماجي ڀلائيءَ جي شعبن ۾ خيرجا ڪم ڪن ٿيون.

**آل پاڪستان نيوز پيپرز سوسائٽي** : پاڪستان جي اخبارن ۽ رسالن جي ملڪ گير تنظيم (APNS) جو بنياد 1958ع ڌاري پيو. هيءَ تنظيم هڪ طرف تہ اخبارن جي حقن ۽ مفادن جو تحفظ ڪندي آهي تہ ٻئي طرف صحافتين سان دوستاڻا تعلقات قائم رکڻ کان سواءِ اشتهاري ايجنسين سان ڪاروباري تعلق قائم ڪندي آهي. ان کان سواءِ هيءَ تنظيم مختلف موضوعن تي صحافتي اوارڊ ۽ اشتهاري ايجنسين کي تشهيري اوارڊ بہ ڏيندي آهي. هن تنظيم سان لاڳاپيل روزاني اخبارن، هفتيوار مئگزينن، ماهوار رسالن ۽ ڊائجسٽن جو تعداد 185 کان وڌيڪ آهي. تنظيم پاران منظور ڪيل اشتهاري ايجنسيون 68 آهن. هن تنظيم جو پهريون چونڊيل صدر 'ڊان' (DAWN) اخبار جو الطاف حسين هو. جو ڪي ڪي ميرزا هو. ان کان پوءِ ساليانين چونڊن ۾ ٿيندڙ صدرن ۾ مير خليل الرحمان، محمود هارون، يوسف هارون، عزيز احمد، قاضي محمد اڪبر، مجيد نظامي، حميد هارون، فصيح اقبال، فرهاد زيدي، مصطفيٰ صادق، مير شڪيل الرحمان، قاضي اسد عابد ۽ ٻيا شامل آهن.

**آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن**: پاڪستاني عورتن جي ملڪي تنظيم، جيڪا 'اپوا' (APWA) جي نالي سان مشهور آهي. اُن تنظيم جو بنياد فيبروري 1949ع ۾ بيگم رعنا لياقت علي خان رکيو. هيءَ پاڪستان جي سڀ کان پراڻي ۽ عورتن جي سڀ کان وڏي انجمن آهي. جنهن جا هيٺيان مقصد رکيا ويا هئا: (1) ملڪ جي ترقيءَ ۾ پاڪستاني عورتن جي شرڪت. (2) پاڪستاني عورتن جي سياسي، سماجي، معاشرتي ۽ اقتصادي حقن ۽ مفادن جو تحفظ ۽ ان ذريعي فلاح ۽ ترقي. (3) عورتن جي تعليمي ۽ ثقافتي سرگرمين جو واڌارو. (4) پاڪستاني عوام جي صحت ۽ ڀلائيءَ لاءِ پروگرام

بنائڻ (5) بين الاقوامي خير سگالي ۽ انساني اخوت جو واڌارو.

ايوا جي هيڊ آفيس ڪراچي ۾ آهي ۽ ان جون شاخون تقريباً سنڌ ۽ ملڪ جي هر وڏي شهر ۾ موجود آهن. سنڌي عورتن مان ڪيترين ئي نالي وارين عورتن هن تنظيم سان لاڳاپيل رهيون آهن جن ۾ ليڊي صغريٰ هدايت الله، آپا شمس عباسي وغيره شامل آهن. ايوا جون شاخون هيٺيون رٿائن ذريعي قومي خدمتون سرانجام ڏئي رهيون آهن: معاشرتي ترقيءَ جا ڪم، عورت رضاڪارن جي تربيت، صحت ۽ تعليم جا پروگرام، ڳوٺاڻي ترقيءَ جا پروگرام، ڪلينڪون ۽ اسپتالون کولڻ، گهريلو دستڪاريءَ جو واڌارو، قانوني امداد، سيلاب، زلزلي يا ٻين مصيبتن ۾ امدادي ڪارروايون، ثقافتي پروگرام، سيمينار، اقوام متحده جي ذيلي ايجنسين سان تعاون وغيره. ايوا جو الحاق ٻين وڏين بين الاقوامي تنظيمن، انٽرنيشنل ڪائونسل فار وومين، جنرل فيڊريشن آف وومين ڪلب وغيره سان پڻ آهي.

**آل پاڪستان هالائي مسلم کٽري فيڊريشن:** هيءَ هالائي مسلم کٽرين جي ملڪ گير تنظيم آهي. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ به هالائي ڪميونٽي پنهنجي ڀلائي ۽ ترقيءَ لاءِ جاکوڙ جاري رکندي پئي آئي ۽ ان مقصد لاءِ سنڌن جنرل ڪانفرنسون ٿينديون رهنديون هيون. پهرين جنرل ڪانفرنس، پهرين جولاءِ 1923ع تي جيت پور (ڀارت) ۾؛ ٻي ڪانفرنس ڊسمبر 1923ع ۾ جام نگر (ڀارت) ۾؛ ٽين جنرل ڪانفرنس 9 مارچ 1932ع تي؛ چوٿين جنرل ڪانفرنس 3 آڪٽوبر 1933ع تي؛ پنجين جنرل ڪانفرنس 6 جون 1937ع تي ۽ ڇهين ڪانفرنس 1960ع ۾ ڏوراجيءَ ۾ ٿيون. هالائي مسلم کٽرين جو مرڪز جيئن ته گجرات ۾ (ڪاٺياواڙ) هو تنهنڪري اهي سڀئي ڪانفرنسون ڪاٺياواڙ ۾ ٿيون.

ستين جنرل ڪانفرنس 8 مئي 1982ع تي جهوناڳڙهه ۾ ٿي، جنهن ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو ته جيئن ته هالائي ڪميونٽيءَ جي اڪثريت هاڻي پاڪستان ۾ آباد آهي، تنهنڪري اُتي هڪ فيڊريشن قائم ڪئي وڃي. مئي 1986ع تي پاڪستان ۾ هيءَ جماعت قائم ٿي ۽ 27 نومبر 1986ع تي مجلس عاملا جون چونڊون ٿيون ۽ فيڊريشن جا مقصد ۽ مٿا طئي ٿيا. هيٺاڻين هن فيڊريشن جو مقصد شادي مراديءَ جي رسمن ۽ ٻين ريتن رواجن ۾ سادگيءَ کي زور وٺرائڻ تائين محدود رهيو آهي. هاڻي هن جو دائرو وڌايو پيو وڃي. فيڊريشن جي هيڊ آفيس ڪراچيءَ ۾ آهي.

**آلجبرا:** تحقيق کان پوءِ اهو معلوم ٿيو آهي ته ٽي سئو سال قبل مسيح جي زماني ۾ اقليدس ۽ مدرسه اسڪندريه جا ڪجهه فرد الجبرا کان واقف هئا. تحقيقات جي بنياد تي اهو چئي سگهجي ٿو ته ٻه هزار سال قبل مسيح جي زماني کان رياضيدانن کي الجبرا جو علم هو سڀ کان قديم رسالو جنهن ۾ هڪ الجبرائي مسئلو درج آهي سو Ahmes Papyrus آهي جيڪو تقريباً 1600-1700 سال قبل مسيح ۾ لکيو ويو. يوناني رياضيدان دراصل جاميٽريءَ جا عالم هئا ۽ ٽين صدي قبل مسيح جي وچ جو ديو فنطاس سڀ کان پهريون رياضي دان هو جنهن الجبرا تي تقريباً 275ق. م ۾ هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو. هندستان ۾ رياضي دانن ۾ برهما گپتا (628ع) مهاويرا (850ع) ۽ ڀاسڪرا (1150ع) جي تصنيفن ۾ گهڻي تعداد ۾ اهڙا علمي سوال موجود آهن جيڪي الجبرائي طريقي سان حل ڪيا ويا آهن. اسلامي دنيا ۾ خاص طور تي بغداد ۾ خليفن

2X+2=8
What is X?
X=3

جي زماني ۾ يونان ۽ هندوستان جي عالمن جون رياضي بابت ڪاوشون گڏ ٿيون ۽ نتيجي طور الجبرا جي علم تي (588ع) ۾ محمد بن موسيٰ الخوارزمي ڪتاب لکيو ۽ 1100ع ۾ "الڪرخي" جا درسي ڪتاب مرتب ڪيا ويا. محمد بن موسيٰ الخوارزمي جي الجبرا جو يورپي رياضيات تي تمام گهڻو اثر پيو.

سنڌ ۾ پڻ رياضيءَ جي علم جا اهڃاڻ موهن جي دڙي مان انگن جي نظام جي صورت ۾ مليا آهن. انگريزن جي دور ۾ سنڌيءَ ۾ الجبرا جا ڪتاب ڇپيا جيئن "جبر ۽ مقابلو" 1859ع ۾ ڇپيو جيڪو ديوان ٽنديرام جي پٽ ٿڌي مل ميرانيءَ ترجمو ڪيو هو.

**آلجبرا**[2] (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم الانمل سترامداس آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 515 صفحا آهن ناشر ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. پهريون ڇاپو ڪمشنر پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1893ع ۾ ڇپيو. هن موضوع تي ٻيا هيٺيان ڪتاب به ڇپيل آهن: الجبرا بابت ڪمشنر سنڌ جي محرر خاص وشونات نارائڻ منڊ ليڪ کان سنڌيءَ ۾ پروفيسر ينگ صاحب جي انگريزيءَ الجبرا جو ڪتاب ٽنديرام ٿڌي مل ميرانيءَ جي پٽ تعليم کاتي جي منشي جي مدد سان ترجمو ڪيو ۽ سن 1859ع ۾ پهريون ڇاپو سرڪاري ڇاپخاني مان ڇپيو هو.

**آلجبرا**[3] (ڪتاب): هڪ ڪتاب نورجهان عبدالفتاح مغل ۽ سائين جو ڳنڍجي لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 209 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا آهي. ڇاپو پيو اردو اڪيڊمي، ڪراچيءَ وارن حيدري پريس، حيدرآباد مان سال 1971ع ۾ ڇپايو.

**آلجبرا**[4] (ڪتاب): هڪ ڪتاب غلام رسول جو ترجمو ڪيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 217 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا پنجهتر پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. عجائب اسٽور سکر سال 1972ع ۾ ڇپايو.

**آلو بخارا:** هڪ پهاڙي وڻ جو ميوو، جيڪو ڪاڏي ۽ دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. هن جا صوفي پير جيڏا داڻا، ڪارائڻ مائل ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن. ڏاڪٽر ڪتر يا ڪتمڙو اٿس.



آلو بخارو سرد جو ميوو آهي. هيءُ خوباني ۽ آڙوءَ جو ويجهو رشتيدار آهي. غذائي لحاظ کان آلو بخارو وڏيءَ اهميت وارو ميوو آهي. هن ۾ کنڊ، ڪئلشيم، فاسفورس ۽ فولاد ڪافي مقدار ۾ ٿئي ٿو ان کان سواءِ ان ۾ وٽامن اي، بي ۽ سيءَ کان سواءِ پروٽين جو نشاستو به ٿئي ٿو. هيءُ ميوو ٿڌو اثر رکي ٿو ۽ قبض ڪشا آهي. طبي لحاظ کان گهڻي اڃ ۽ وات جي خشڪيءَ کي گهٽائي ٿو تپ، مٿي جي سور ۽ الٽين وغيره لاءِ مفيد علاج سمجهيو آهي.

**آليون اکيون اٺيار وار** (ڪتاب): مشهور عوامي شاعر سرويچ سجاوليءَ جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب آهي. جيڪو ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي. منجهس 144 صفحا آهن ۽ قيمت 5 روپيا ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، لاڙ پبليڪيشن، سجاول پاران 1972ع ۾ وفائي پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن جا ٻه ٻيا ڇاپا به شايع ٿيا آهن. هن ڪتاب ۾ سرويچ سجاوليءَ جا ڏکيا عوامي ۽ قومي نظم شامل آهن.

**آمرا:** گدامريءَ جي وڻ جون ڪچيون ڦريون جهڱ جليبيءَ جي ڦرين واري ميوي کي بہ آمرا چوندا آهن. جيڪي ميوي طور کاڌا وڃن ٿا.

**آمرڪي / آمڙڪي** : تعلقي ٽنڊي محمد خان ضلعي حيدرآباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڇهہ ڳوٺ آباد آهن.

**آمري:** سنڌ جي قديم آثارن ۾ تمام اهم حيثيت جا هي دڙا 26° 10' اتر ويڪرائي ڦاڪ 01' 68° ڊگهائي ڦاڪ تي آمري شهر کان اتر- اتر اولهہ اٽڪل 250 ميٽرن تي سيوهڻ- ڪوٽڙي روڊ جي پرسان ڄامشوري ضلعي ۾، انڊس هائي وي جي ڀرسان واقع آهن. انهن دڙن جو صفا مٿيون تهہ اسلامي



دور- گهڻو ڪري مغل دور جو آهي. ٻئي تهہ ۾ جهڪر ۽ جانهون دڙو / سنڌو سڀيتا جا آثار آهن ۽ ٽيون تهہ آمري ثقافت سان لاڳاپيل آهي. فرانس جي قديم آثارن جي ڄاڻن پاڪستاني قديم آثارن جي محڪمي جي تعاون سان 1959ع کان 1962ع تائين کوٽايون ڪيون. اوپر واري دڙي مان تي رهائشي تهہ کوٽيا. صفا مٿين تهہ مان اسلامي خاص طور تي مغل دور جا آثار مليا آهن. هن دور جون اڏاوتون گهڻو ڪري ڪچين سرن جون آهن. پر پڪيون سرون بہ مليون آهن. ٻئي تهہ مان ٽئين صدي ق- م جا آثار ملن ٿا. مٿان مليل نڪرائي کي جهڪر ۽ جانهون جي نڪرائي سان ڀيٽي سگهجي ٿو ٽئين تهہ مان ساماڻل سنڌو سڀيتا جي وڏن جهڙيون وٿون مليون آهن. هنن آثارن سان گڏ پڪين سرن جو هڪ خانو مليو آهي. جيڪو کوري طور ڪم آندل ٿي ڏسو هن کان هيٺ جيڪي شيون مليون آهن. تن کي آمري ثقافت سان لاڳاپيل سمجهجي ٿو آمري دور جو نڪرائو گهڻو ڪري چڪ تي ٺاٺل آهي. پر ڪجهہ هٿ سان ٺهيل ڪنڊنگو نڪرائو بہ ملي ٿو. ڪوري زمين جي مٿان موجود ثقافتي ڪٽي کي ڇڏي، باقي مڙني تهن ۾ اڏاوت جا آثار ملن ٿا. هتي اهڙيون اڏاوتون بہ مليون آهن. جيڪي جوڙاري بند آهن نہ در نہ دري. هي شڪل ۾ چورس آهن. هنن ڪوٺين ۾ هڪ ٿلهي ۽ کهري ناڏي رکيل هئي. جنهن جي تري ۾ رک. جيڪا جهڙي سيمنٽ ٿي وڃي سا پيل هئي. ناڏيون گهڻو ڪري ڀڳل هيون. ان مان سمجهجي ٿو تہ شايد ڪي ساميون هيون جن جي ناڏين ۾ رکيل هاڻي هوندي. ٻئي تهہ مان مليل نڪرائو ڳاڙهي رنگ جو آهي جنهن تي ڪاري- تي ڳاڙها پٽا آهن اهو مشهور سنڌوءَ وارو نڪر آهي. ان کان سواءِ سنهي پٽ سان. ٽنڊي ڳجيءَ واري ٿانون جو نڪر ڳاڙهي- ناسي پٽن سان. اندران چاڪليٽي ليڪون نڪتل ٿانون وارو نڪر ملي ٿو دنيا ۾ "آمري نڪر" کي الڳ سڃاتپ آهي. هن قسم جو نڪر بلوچستان جي بہ ڪيترن ماڳن تي مليو آهي. ميٽوڙي رنگ (pale) جو نڪر جنهن تي مختلف نمونن جا چٽ نڪتل هجن سو آمري نڪر طور سڃاڻجي ٿو هي نڪر چڪ تي ٺاٺل آهي. هتي مسٽر مجمدار بہ کاٽا کوٽيا هئا.

**آمري[2]:** هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر سڄي سنڌ ۾ ٿئي. گهڻو ڪري جيڪي مٿيءَ واري ايراضيءَ ۾ ٿئي ٿو 80 فوٽن تائين اوچو ٿيندو آهي. هيءُ وڻ شايد



هماليائي جابلو ايراضيءَ مان ڪنهن اڳاٽي دور ۾ سنڌو درياهہ جي وسيلي سنڌ ۾ پهتو هيءُ وڻ ڇهن پنجن سون سالن جي عمر جو بہ ٿيندو آهي. آمريءَ جي وڻ جا پن ٻير جي پنن وانگر سهڻا ۽ ڪنڊن جي شڪل وانگر ٿين ٿا. هن وڻ جا پن ۽ ڦر ڪٽو ٿئي ٿو ڦر ڇڳن ۾ ڦرين جي صورت ۾ ٿئيس جن کي "آمرا" چوندا آهن. آمرا ڪچا هوندا تہ ساوا ۽ ڪٽا ۽ پچڻ تي معمولي مٺاڻ وارا. پر کٽا ٿيندا آهن. آمريءَ جي ڦري باهران سخت هوندي آهي. پر ان جي اندران تيزابي رس واري ڳر يا ڳودو ٿئي ٿو انهيءَ ڪري ٻڪل ۽ ڳر واري ڦر کي "گدامري" بہ چوندا آهن. گدامريءَ ۾ مٺاڻ کان سواءِ پيا بہ ڪئين تيزاب هوندا آهن هن وڻ جي گلن جو رنگ نارنگي ٿيندو آهي. عام طرح گدامري ٻوڙ پاڃيءَ ۾ مصالحي طور استعمال ڪئي ويندي آهي. چٽڻي ناهڻ ۾ گهڻي استعمال ٿئي ٿي پر ساوَن آمرن جي چٽڻيءَ جو مزو ئي مختلف ٿيندو آهي ۽ عورتون اها وڏي شوق سان کائينديون آهن.

**آمري[3]:** هن نالي سان تعلقي ٽنڊي الهيار ۽ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ بہ ديهون موجود آهن. تعلقي ٽنڊي الهيار واريءَ ديهہ ۾ 13 ڳوٺ ۽ تعلقي ڪوٽڙي واري ديهہ ۾ 9 ڳوٺ موجود آهن.

**آمري[4]:** آمريءَ جو ڳوٺ سنڌو درياهہ جي ساڄي ڪناري تي، موهن جي دڙي کان 85 ميل، لکي شاهہ صدر کان 6 ميل ڏکڻ طرف ۽ سن شهر کان 9 ميل اتر تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ديهہ "ڇڇر" ۾ آباد آهي. جنهن جي آبادي هن وقت پنجن هزارن جي لڳ ڀڳ آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ اسڪول موجود آهن هن ڳوٺ ۾ هڪ ڊسپينسري بہ آهي.

آمريءَ جو احوال ابتدائي ڪتابن مان تاريخ تحفة الڪرام ۾ تفصيل سان آيل آهي. هتي اڳاٽي وقت کان ولي بزرگ سيد رهندا هئا. سندن اولاد هن وقت بہ هتي رهندو آهي. انهن ۾ هڪ سيد الهرکيو شاهہ ٿي گذريو آهي. مسڪين ماڻهن جي ۾ گهور لهندو هو ڀاڻ وقت جو وڏو زميندار هو ۽ 1952ع ڌاري 60 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين. ڪيس تي فرزند ٿيا. مقبول شاهہ غلام رسول شاهہ ۽ محمد حسن شاهہ ان وقت آمريءَ ۾ مهن سيد، ماڇي، ميربحر، خاصخيلي، ٻجورا، ڏونگي ۽ دنيز ذاتيون رهنديون هيون. هندو بہ ڪافي تعداد ۾ هوندا هئا. سنڌ جو نالي وارو مصور ۽ سنڌ ميوزيم حيدرآباد جو اڳوڻو ڊائريڪٽر مرحوم ظفر ڪاظمي ۽ ناميارو فنڪار علڻ فقير بہ هن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا. هتي ريلوي اسٽيشن بہ آهي. آمريءَ کان ٿوري مفاصلي تي بہ قديم دڙا آهن. جيڪي آثار قديمہ جي ماهرن جي توجہ جو مرڪز بڻيل رهيا آهن. اصل آمريءَ جو شهر اهو هو. جيڪو اليگزينڊر برنس جي چوڻ مطابق قديم زماني ۾، هڪ وڏو شهر ۽ راڄائن جي رهڻ جو ماڳ هو. پر سنڌو درياهہ جي ٻوڏن سبب تباهہ ٿي ويو.

**آمريءَ جو دڙو** : تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ اڳاٽو ڦٽل ڳوٺ يا شهر آمريءَ جي دڙي نالي سان موجود آهي.

**آمريءَ جو مقام** : ميرپورخاص ضلعي ۾ ٽنڊي جان محمد لڳ ڀراڻ جي ڪناري تي هڪ قبرستان آهي. جيڪو "آمريءَ جي مقام" جي نالي سان مشهور آهي. هيءُ قبرستان 700 سال پراڻو مسلم دور جو جيو وڃي ٿو 11 هين

صدي عيسويءَ ۾ هن علائقي تي قرامطي خاندان جي حڪومت ملتان تائين هئي، هي ماڳ مڪليءَ کان 300 سال پراڻو آهي. روايت آهي ته محمود غزنوي هتان، سکر ۽ شڪارپور کان ٿيندي موٽيو هو ته سندس لشڪر ۾ وبا پکڙجي وئي ۽ هزارين فوجي مري ويا، جن کي اجتماعي قبرن ۾ دفنايو ويو. تحفة الڪرام موجب هن جاءِ تي شيخ بهاءُ الدين ملتاني آمريءَ جو هڪ وڻ پوکايو هو جيڪو بعد ۾ خدا وارن بزرگن جي مشهور زيارتگاهه بڻجي ويو. شيخ بهاءُ الدين جي سلسلي جا فقير هن هنڌ سماع ۽ صحبت ڪندا هئا ۽ اهو سلسلو اڃ تائين جاري آهي. هڪ ٻي روايت موجب غوث بهاءُ الدين ذڪريا هتي چلو به ڪڍيو. گذاريو؛ جو وڻ ڪنهن بزرگ لڳايو هو جنهن جي اڳتي هلي پوڄا ٿي ته عبدالرحيم گرهوڙيءَ ان کي وڍائي ڇڏيو. مشهور هندو پڳت هنس ناراڻ جي سماڌي ۽ مندر به هتي آهي. قبرستان جي حالت زبون آهي. ڪنهن به اداري جي سنڀال هيٺ ڪونه آهي. ڪلر جي ڪري هتان جون سڀ تربتون ۽ مقبرا ختم ٿي ويا آهن. هڪ مقبرو ڪجهه حال ۾ آهي، جنهن اندر چٽسالي جا نمونا بيٺل آهن. هن قبرستان ۾ سٺن ماڻهن جون قبرون پڻ موجود آهن. جن تي قرهي (ٻارڻ واري) جا نشان اڪريل آهن. هتي شاهه ڪريم جي دور جو ميهار فقير توهڙي به دفن آهي. هي قبرستان 10 بلاڪن تي پکڙيل آهي. هن جاءِ تي ڪيترائي اهل الله آرامي ٿيا ۽ اتي تمام وڏو قبرستان ٺهي ويو. آمريءَ جي وڻ جي نسبت سان هن قبرستان کي 'آمريءَ جو مقام' سڏجي ٿو. ميين شاهه عنات رضويءَ به پنهنجي ڪلام ۾ هن مقام جو ذڪر ڪيو آهي.

**آمري ڍنڍ** : آمري شهر جي اوڀر ۾ سنڌو درياهه وڏي اٿل کان پوءِ به - درياهي، يعني ٺٺون وهڪرو ڪيو اٿس؛ وهڪري کي 'ٻرلاٽ' سڏيو ويو. جيڪو اندازاً ڇهه ڪلو ميٽر ڊگهو هو. 'ٻرلاٽ' جي ٻيٽ. سياري جي مند ۾ ڍنڍ جي صورت اختيار ڪئي. ۾ ٻئي سال درياهه 'آمري ٻرلاٽ' ڇڏي وهڪرو مٽائي ويو ۽ ڍنڍ رهجي وئي. ٻين ڍنڍن وانگر ڍنڍ جو ٺيڪو نيلام ٿيندو آهي. آمري ڍنڍ ۾ مڇي وڏي تعداد مري ٿي ۽ پراڻي دادو ضلعي جي قديم ڍنڍن ۾ شمار ٿيندي آهي.

**آمريڪي ڪپهه**: ٽانڊورن وارن فصلن مان ڪپهه هڪ اهم فصل آهي. جنهن تي اسان جي ملڪي معيشت جو مدار آهي. سنڌ ۾ ڪپهه جا به مشهور قسم پوکيا ويندا آهن: هڪ



آمريڪي ٻيو ديسي ديسيءَ ۾ سنڌي ۽ مصري ڪپهه پوکبي آهي. آمريڪي ڪپهه جا مشهور قسم بي 5570. ايم. اين. ايڇ 93 ۽ بي. ايس 1 آهن. جيڪي سلين تندن واري ڪپهه جي زياده پيداوار ڏيندا آهن. هن وقت به وڌيڪ ۽ سٺي پيداوار ڏيڻ لاءِ تجربا هلندڙ آهن. جن مان ايڪسپريس، ايل ايڇ 62 ۽ ايل ايڇ 71 اهڙيون جنسون آهن. جيڪي آئنده لاءِ نفعي بخش ثابت ٿينديون. اهي قسم خاص ڪري ان لاءِ سٺا آهن. جو وقت کان اڳي ڦٽندڙ آهن. ٻيو ته جيتن جي حملي خلاف دفاعي قوت پڻ رکندڙ آهن. (تفصيل لاءِ ڏسو: "ڪپهه").

**آمريڪي لوڪ ڪهاڻيون** (ڪتاب): آمريڪي لوڪ ڪهاڻين تي مشتمل هيءُ ڪتاب علي بخش ميمڻ جو ترجمو ڪيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 310 صفحا آهن ۽ قيمت 4 روپيا ڇاپيل آهي. ڇاپو پهريون. سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1958ع ۾ ڇپيو.

**آمريو** : هيءُ ڳوٺ تعلقي سنيءَ جي ديهه 'جوڙوڻي' ۾ آباد آهي. جنهن جي آدمشماري هڪ هزار جي لڳ ڀڳ آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي. هن ڳوٺ جي استاد سرڳواسي ڏيوجي مل جي ضلعي جي ذهين استادن ۾ شمار ٿيندو هو. شاهه جو سنڌو چالو هو. سندس فرزند اوم پرڪاش "آزاد" پڻ استاد ۽ شاعر آهي.

**آمنه خميساڻي**: تعليمي ماهر ۽ استاد. پروفيسر آمنه خميساڻي ضلعي



دادو جي پاٽ شهر ۾، 16 اپريل 1919ع تي ڄائي. سکر جو اڳوڻو ڪليڪٽر علي بخش جتوئي سندس والد هو. مئٽرڪ جو امتحان ڪراچيءَ جي سينٽ جوزف اسڪول مان پاس ڪيائين. بي اي 1943ع ۾ پنجاب يونيورسٽي مان ۽ ايم اي انگلش، 1955ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين ۽ ساڳئي ئي سال سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي شعبي جي ليڪچرر مقرر ٿي. سموري حياتي تعليم جي خدمت لاءِ وقف ڪندڙ هن خاتون، 1963ع ۾، آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان 'سترهين صديءَ جي انگريزي ادب' جي موضوع تي ڊپلوما ڪئي. 1969ع کان 1974ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي سان وابسته رهي. هن سبجيڪٽ ايڪسپرٽ طور پشاور يونيورسٽي، بلوچستان يونيورسٽي ۽ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ پڻ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون. 1983ع ڌاري اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ جي اٺٽيهين اجلاس ۾ نمائندگي ڪيائين. ٻاڻ عورتن واري رٿبي جي پاڪستاني ڪميشن جي ميمبر ۽ ساڳي ڪميشن جي 1984ع واري ڇپيل رپورٽ جي سهڪاري ايڊيٽر پڻ رهي.

آمنه خميساڻيءَ مختلف موضوعن تي ڪيترائي تحقيقي مضمون لکيا. جن مان 'سنڌ جي عورت'، 'ڪربلا کان اڳ ۽ پوءِ'، 'اسلام ۾ عورت جو مقام' ۽ ٻيا موضوع شامل آهن. ان کان سواءِ انگريزي ادب ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي معاملن تي ڪيترائي ڪتاب لکيائين. جن ۾

(1) "Drama Between Two World Wars",

(2) "Casual Peeps at English Literature",

(3) "Sindh's Contribution to English",

مشهور آهن. تعليمي ميدان ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندڙ آمنه خميساڻي 1985ع ۾ وزٽنگ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ٿي. سندس وڏو ڪارنامو شاهه جي رسالي جو نثر ۾ مڪمل انگريزي ترجمو آهي. جيڪو ثقافت کاتي سنڌ پاران 2001ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هيءَ وڏي تعليمي ماهر 2007ع ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪري وئي.

**آمڻ ٻير**: هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦل. هن جو ٿڙ ٿلهو ۽ ٽاريون وڏيون ٿينديون آهن. نومبر مهيني ۾ هن ۾ ٻور ٿيندو آهي ۽ ان کان پوءِ ٻير جهليندو آهي. جيڪي بيحد مٺا هوندا آهن. هن وڻ جي ڪاٺي به سگهي ٿيندي آهي. ٿنهڪري انهيءَ مان ڪٽن جا پاوا، ايسون ۽ اوپرا، ائن جا پاڪوا، گهوڙن جا هنا ۽ گاڏين جا 'جنڊا' به ٺهندا آهن. ٿر ۾ سنڌي ٻيرن گهٽ آهن. البت آمڻ ٻير جام ٿئي ٿي. جيڪا ماڻهو گهڻن ۾ پوکيندا آهن. ٿري ماڻهو ٻيرن کي ميوي طور استعمال ڪندا آهن.

**آمڻ سير**: هڪ قسم جو ٻسارڪو وڻ. جيڪو جبل جي پيدائش آهي. هي ٻن قسمن جو ٿيندو آهي: (1) هيڊي رنگ تي ڦلڪيءَ وانگر گهڻ. (2) ٿوري هيڊاڻ ۽ اڇاڻ تي اٿي وانگر چلڪيدار. طبي لحاظ سان ڏندن جي سور ۽ ڦٽن

ڦرڙين صاف ڪرڻ ۽ ڌوئڻ جي ڪم ايندو آهي. نوشادر ۽ پاري وغيره سان ملائي صنعتي ڪم ۾ به ڪتب آڻيندا آهن.

**آمو** : انب (ميوو)، (وڏيڪ ڏسو "انب").

"آما، ليما، ڦل ڦاروان، جت ڪنڌهار ڪلن"

(شاهه لطيف)

**آمُو درياهه** : تاجڪستان جو هڪ مشهور درياهه، جيڪو پامير جي مٿاهين پٽ وٽان نڪري پهرين سنڌو الهندي طرف هلي، پوءِ ترمذ کان ڪجهه اتر طرف



رهي، ارل ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو آهي. هيءُ درياهه وچ اوڀر ۽ هند- پاڪ جي تاريخ جو اهم ڪردار آهي. هن درياهه جو "آمو" نالو غالباً "آمل" شهر جي ڪري مشهور ٿيو. ايران جي فتح کان پوءِ عرب هن درياهه کان اڳتي واري علائقي کي "ماوراءُ النهر" يعني درياهه پار وارو علائقو چوڻ لڳا. هيءُ هڪ تاريخي درياهه آهي، جنهن جي ٻنهي ڪنارن تي ڪئين شهر آباد هئا ۽ اڃا تائين ڪئين شهر آباد آهن.

**آمهون سامهون** (ڪتاب): بابي تحريڪ جي پس منظر ۾ لکيل هن ڪتاب جي اصل ليکڪ جميل هاشمي آهي. ڪتاب جو هيءُ سنڌي ترجمو لطيف اياز ابن حيات پنهور جو ڪيل آهي. ديمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن. ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ساهت گهر طرفان 2008ع ۾ شايع ڪيو جنهن جي قيمت 150 رپيا ڇاپيل آهي.

**آنا** : پکين ۽ ڪجهه ٻين جانورن جا بيضا يا آنا. جدا جدا ماپ، وزن ۽ رنگ جا



ٿين ٿا. تنهنڪري پکي آنا گهٽا لاهيندا آهن. مادي بار فقط به آنا لاهيندي آهي. زمين تي آنا ڏيندڙ اڪثر پکين جا آنا ڇٽ ڇٽ هوندا آهن. مٿي وڻن تي آکيرن ۾ آنا ڏيندڙ پکي اڇا يا ماحول مطابق رنگين آنا ڏين ٿا. آني جي ٻاهرين کل ڇُن جي جُزن مان جڙيل آهي، جو اُن مان هوا لنگهي سگهي ٿي. اندرين کل تمام سنهي آهي. انهيءَ جي اندر پهرين اڇاڻ آهي. اڇاڻ جي اندر وري پيلاڻ آهي ۽ پيلاڻ وارو گولو آني جو ضروري ڀاڱو آهي. آني جي موڪري چيڙي ۾ هوا بند رهندي آهي. پيلاڻ واري گولي جي وچ ۾ هڪڙو ننڍو ٻج ٿئي ٿو جنهن مان پکي پيدا ٿيندا آهن. پيلاڻ ۽ اڇاڻ ان ٻچي جو کاڌو آهي. خشڪيءَ توڙي پاڻيءَ جا پکي، ڪرڙيون ۽ نانگ آنا ڏيندا آهن. ڪڪڙ جو آنو جنهن کي فارسيءَ ۾ "تخم مرغ" چوندا آهن، تري يا اوباري

ڪائبو آهي. آنو طبي لحاظ سان گرم خشڪ اثر رکندڙ آهي. آني جي هئڊاڻ دل ۽ دماغ کي طاقت ڏئي ٿي. مثاني جي بيمارين کي هٽائيندي آهي. حڪيم چون ٿا ته آني جي اڇاڻ شرڪي يا بابوني جي تيل ۾ ڪڍي، سور يا سوڄ واري هنڌ تي لائڻ سان، فائدو ٿيندو.

**آنجي**: بانس يا ڪاٺ جي چليل سنهي ڪاني، حقي يا چلم ۾ نڙ طور ڪم ايندڙ ڪهو بانس. آنجي يا ڪنگور جي ٻوٽي جي پور واري ٽڙاندي، "آنجي" سڏبي آهي.

**آنجي قول**: "ڪنگور" جي فوٽ ڪن ٽڙي ۽ سٽ يا پٽ مان ٺهيل ٿئونس. قول جي وچ ۾ سٽي مضبوطيءَ سان ٻڌي. قول ۽ سٽيءَ کي آنجيءَ واري ٽڙانديءَ ۾ وجهي، ڦوڪ ڏبي ته سٽي قول سميت زور سان نڪري وڃي ڪنهن نشاني تي لڳندي. اڳاٽي وقت ۾ لغزيون ٽڙانديون (زهر ۾ ٻڏل سين وارا قول) دشمن کي مارڻ لاءِ هٿيار طور ڪم ايندا هئا.

**آندل فقير**: آندل فقير ولد ولي محمد، شڪارپور لڳ ڳوٺ بيگاريءَ جو رهواسي هو. 1330هه / 1912ع ۾ ڄائو. پاڻ پنهنجي خاندان سميت سيد پيرل شاهه جو طالب ٿيو. آندل فقير کي راڳ ويراڳ پسند هو. هو سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام قلمي نسخي جي صورت ۾ موجود آهي. هن 6 جولاءِ 1972ع تي وفات ڪئي.

**آنڊو** : پيٽ جو هڪ عضوو. جيڪو نلي‌ءَ وانگر ويهارو فوٽ ڊگهو، ور ور



ويڙهيل هوندو آهي، اسين جيڪو کاڌو کائون ٿا، اهو هاضمي جي مختلف مرحلن مان گذرندو ننڍي آنڊي ۾ ايندو آهي. هن جو رَس جيري ۽ لبلبي جي رَس سان ملي، کاڌي کي اينرو ته هضم ڪندو آهي جو اهو آنڊن جي چوسيندڙ نلين مان ڪجهي وڃي رت سان ملندو آهي. جتان وري رت جي دوري وسيلي خوراڪ سڄي جسم تائين پهچي ٿي. ان کان پوءِ اڻ هضم ٿيل کاڌو ۽ پاڻي وڏي آنڊي ۾ پوندو آهي. جنهن جي ڊيگهه 5 فوٽ آهي ۽ ننڍي آنڊي کان گهڻو ويڪرو آهي. هتان باقي بچيل کاڌو ۽ پاڻيٺ پائخاني وسيلي خارج ٿي ويندي آهي.

**آنڪ/آنو**: اعشاري نظام کان اڳ جي هڪ سڪي جو نالو، جنهن ۾ چار پئسا ٿيندا هئا. (ان وقت هڪ رپئي ۾ سورهن آنا ۽ 64 پئسا هوندا هئا.

**آنڪي**: محصول طور ڏنل رقم، جيڪا گهڻو ڪري هڪ رپئي تي هڪ آنو هوندي هئي. ٻي اها رقم، جيڪا ننڍو يا زير دست حاڪم هر سال فاتح يا بالادست حاڪم کي ڏل يا ڏن طور ادا ڪندو هو. اها رقم گهڻو ڪري هڪ رپئي تي ڇهه آنا مقرر هوندي هئي. ان ڪري انهيءَ ڏل يا ڏن کي "ڇهه آنڪي" به چوندا هئا. داداگيريءَ ۾ زوريءَ ڪنهن جوا جي اڏي يا تڪريءَ تان ورتل پئسو يا ڏن پٽ به ان ۾ شامل آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ "آنڪي پڙڻ" اصطلاح طور ڪم ايندو آهي.

**آنگاش**: وڏي جهنڊي يا عَلَم کي آنگاش چئبو آهي. اڳئين دور ۾ ڪنهن سردار جي شامياني يا رهائشگاهه جي اڳيان لڳل جهنڊي (جيڪو اڳواڻ جي شهر ۾ موجودگيءَ جو اعلان هوندو هو) يا امام بارگاهه جي اڳيان يا ڪنهن ٻڙ ۾



نشاني، طور لڳل جهنڊي کي انگاس سڏبو آهي سنڌ ۾ عام طرح اهل تشيع جي اوتارن، مڪانن، مزارن ۽ امام بارگاهن جي اڳيان وڏو اوچو جهنڊو لڳل هوندو آهي. جنهن کي "انگاس" چوندا آهن. شيعن جي چوڻ موجب اهو نشان حضرت عباس علمدار جو آهي. سنڌ ۾ انگاس جو رواج اڳاٽو آهي. اوتارن ۽ پڙن (امام بارگاهن) جي اڳيان وڏا وڏا انگاس لڳل هوندا آهن. پڙن ۾ عام طرح نغارن جون گهٽ ۾ گهٽ ٻه جوڙيون رکيل هونديون آهن. ذوالحج واري عيد ڏهاڙي نماز عصر کان پوءِ هر امام بارگاهه ۾ نقارن جو واڄو ٿيندو آهي. ان واڄي کان پوءِ شيعا محرم الحرام جون سڀئي تياريون شروع ڪري ڏيندا آهن. اهو ڄڻ محرم مهيني جو اعلان آهي. ان کان پوءِ مؤمن انگاسن لاهڻ جي تياري ڪندا آهن ۽ پهرين محرم کان اڳ علم تي رنگ روپ ڪري علم چاڙهيندا آهن. پوءِ پهرين عشري جا ڏهه ئي ڏينهن روزانو شام جو نغارن جو واڄو ٿيندو آهي. گهوڙا (ذوالجناح) نڪرندا آهن. ستين جي رات ۽ عاشورن جي ڏينهن عصر جي وقت تائين عزاداري ٿيندي آهي. ماتم ٿيندو آهي. مؤمن سينا ڪوبي ڪندا. زنجيرون هڻندا ۽ سج لٿي کان پوءِ شام غريبان جي مجلس ٿيندي آهي. ان کان علاوه شيعا روزانو صبح جو ڪم ڪار تي وڃڻ وقت انگاس کي هٿ لائي شهيدن کان دعا گهرندا. يا جنهن ٻه وقت موقعو مليو. انگاس کي چُمي عقيدت جو اظهار ڪندا. انگاس تي هار ڳُل ٽنگيندا ۽ اگربتيون ٻاريندا آهن. انگاس ۾ لڳل ڪپڙي کي "تبرڪ" چوندا آهن. انگاس لهڻ کان پوءِ عقيدتمند ان ڪپڙي جا ٽڪر تبرڪ طور ڪٽي ويندا آهن.

انگاس جي جيتري ڪاڻي ڏکي هوندي، اوترو قدر ثواب وڌيڪ ٿيندو، ائين مڃتا آهي. سنڌ ۾ هن وقت قديم ترين علم پاڪ ٻه آهن هڪ سائين قلندر شهباز جي روضي تي ۽ ٻيو ٽنڊي آغا جي قديم امام بارگاهه "علي آباد" ۾ لڳل آهي. سنڌ ۾ علم پاڪ جي رواج کي عام ڪرڻ جو سهرو سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپور جعفري تي آهي ۽ علمن ۾ خوبصورتي لاءِ چونڪ مڍڻ ۽ ڊيلڻ جو رواج ٽنڊي آغا جي رهواسي ميرزا امام علي بيگ وڌو. ميرزا امام علي بيگ نقاشي جي فن کان واقف هو.

**آنند تهلراماڻي:** سنڌ جو ناميارو ليکڪ ۽ هدايتڪار آنند تهلراڻي 15 آگسٽ 1932ع تي سيهڻ ضلعي دادو ۾ ڄائو. سندس تعليم ايم. اي. ايل ايل بي ۽ ڊي ايل پي هئي. سندس ڇهه ڪتاب ڇپيل آهن (1) ترس (ناول 1956ع). (2) اُپا (ناول ترجمو 1957ع) (3) سانجهيءَ جا پاڇولا (ڪهاڻيون 1978ع) (4) ساڃ چور ۽ چور (5) سوريءَ سڌ ڪيو (6) ميونسپل ڪائونسل. آنند ناٽڪن جي هدايتڪاري پڻ ڪئي ۽ ٻڙودي مان ماهوار رسالو "سنگيتا" ڪيندو رهيو آهي.

**آنند دربار** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي مشهور عالم ۽ اديب ڄيٺمل پرسرام ڄڳ مشهور عالم ڪرشنا مورتيءَ جي ڪتاب The Kingdom Happiness جو ترجمو آنند دربار جي نالي سان ڪيو هو جيڪو بلٽز تسڪي پريس حيدرآباد مان 1927ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو ۾ ڪرشنا مورتيءَ جون هالنڊ، اومين ۽ ارڊا جي قلعي ۾ ڏنل تقريرون آهن. هن ڪتاب جو مختصر مهاڳ ٽاليواري ٿياسافسٽ عورت اني بسنت لکيو آهي. جنهن جي نالي سان حيدرآباد ۾ بسنت هال پڻ ٺهيل آهي.

**آنند متائي:** آنند متائي 1930 ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ 44 سي، آرام ڪوآپريٽو سوسائٽي واڪولا، سانتاڪروز (ايسٽ)، بمبئي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. سجاڳ اداڪار، هدايتڪار ۽ اسٽيج ڪنٽرولر طور اٿس.

اداڪار طور "ناٽڪ ۾ ناٽڪ"، "گستاخي معاف"، "مُني ڏس"، "ٻهُـي جا رنگ" ۽ "زات جو بارهين ٻجي" ۽ هدايتڪار طور "پيار ڪري ڏس"، "ضرورت آهي جوءِ جي"، "پلٽ پلي" ۽ ٻين انيڪ ناٽڪن جهڙوڪ: "ڏس ٻهُـي جا رنگ"، "طلاق"، "هڪ ٻه ٽي"، "ماءُ نه منهنجي"، "واهه ڙي زمانا" ۽ "ميءَ يا هوءَ" وغيره ۾ لائيٽنگ ڏنل. سنڌي رنگ منچ کان سواءِ هندي، مرهٽي ۽ گجراتي ناٽڪن ۾ پڻ لائيٽنگ ڏني اٿس. گجراتي سنسٿا آءِ. اين. ٽيءَ جي گهڻو ڪري سڀني ناٽڪن ۾ لائيٽنگ ڏنائين. مهاراشٽر راڄيه ناٽڪ چئاپيئنشپ ۾ بهترين لائيٽنگ لاءِ انعام حاصل ڪيا اٿس. دهليءَ جي نئشنل اسڪول آف ڊراما مان ٽن سالن جو ڊراما ڪورس پاس ڪري، پهرئين سنڌي هجڻ جو شرف حاصل ڪيائين.

**آنند هندوجا:** آنند هندوجا 1937ع ۾ ڄمو ورتو. هن ٻالڪ ڪهاڻيءَ جي صنف ۾ سجاڳيءَ خاص ڪري پيار جون ڪهاڻيون سندس سڃاڻپ رهيون. جيڪي "زندگيءَ جو مرڪز" نالي سان 1993ع ۾ ڇپجي پڌريون ٿيون. اهي ڪهاڻيون نوجوانن لاءِ خاص توجهه ۽ دلچسپيءَ جو مرڪز رهيون آهن.

**آنند هنگوراڻي:** سنڌي جاتيءَ جو نامور سڌارڪ ۽ ڪانگريسي سياستدان دادا آنند هنگوراڻي 18 مارچ 1907ع تي سنڌ ۾ ڄائو. هن بمبئي يونيورسٽيءَ مان 1929ع ۾ گريجوئيشن ڪئي. 13 سالن جي ننڍي ڄمار ۾ ئي هندستان جي نامور سياستدان مهاتما گانڌيءَ جي انگريزن خلاف 1920ع ۾ هلايل عدم تعاون تحريڪ کان وٺي پوئلڳ رهيو ان وقت کان وٺي سچو ديشي ۽ کادي پوش رهيو. دادا آنند هنگوراڻي راءِ بهادر ديوان رام هنگوراڻيءَ جو پٽ هو. جنهن جو بغداد ۽ بصري ۾ واپار هلندڙ هو. سندس والد باوجود 'راءِ بهادر' جي لقب ملڻ جي، ديش- ڀڳت، سادگي پسند، سوديشي ۽ مهاتما گانڌيءَ جو معتقد رهيو. ٻالڪ هنگوراڻي، جوانيءَ ۾ ڏکيا سهڻا وار رکندڙ، فئشنيبل، توان توان ماڊرن سوٽ ڪوٽ پائيندڙ شوقين نوجوان ۽ هڪ جيڏن ۾ ڪافي مقبول هو. هن گريجوئيشن کان پوءِ آءِ. سي. ايس (لنڊن) ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو ۾ پيءُ کيس اهڙي اجازت نه ڏني. چاڪاڻ ته هن چاهيو ٿي ته آنند ملڪ جي خدمت ڪري ۽ اُن لاءِ کيس قانون (Law) جي تعليم وٺڻ لاءِ چيائين ايل ايل بيءَ جو پهريون ٽرم ختم ڪرڻ کان پوءِ. دادا آنند ڊسمبر 1929ع ۾ لاهور ڪانگريس ۾ شرڪت ڪيائين ۽ گانڌيجيءَ جي وڌيڪ ويجهو ٿي ويو اُن وقت هن جي عمر 22 سال هئي. مهاتما گانڌيءَ نوجوان آنند کي سابرمتي آشرم ۾ شامل ٿيڻ جي آڄ ڏني 1930ع ۾ آنند هنگوراڻي قانون جي پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي وڃي آشرم وسايو ان ڪم ۾ سندس پهرين گهرواريءَ وديا سندس سٺو ساٿ ڏنو دادا ڪانگريسي هو ۽ اصولن جو پڪو هو سادو کائيندو، سادو هنڊائيندو هو ۽ مهاتما گانڌيءَ تي ڪتاب لکڻ ۾ هميشه مشغول رهندو هو هن جي انگريزي پختي ۽ سادي هئي. ان ڪري گانڌيجيءَ تي سندس لکيل ڪتاب ڏيهه پرڏيهه ۾ ڏاڍا مقبول ٿيا. هن کي نج سنڌي ڪاڌو ۽ سنڌي راڳ وڻندو هو ۽ سنڌي راڳ ۽ ڪافيون ٻڌڻ جو ڏاڍو شوقين هو آنند هنگوراڻي انگريزن کان ملڪ جي آزاديءَ لاءِ هر قسم جي قرباني ڏني. هو سنڌ مان پهريون سنڌي هو جنهن "ڏانڊي مارچ" ۾ حصو ورتو هن ڪڏهن به ڪنهن وڏي عهدي يا وزير وغيره ٿيڻ جي خواهش نه ڪئي، ۽ هميشه ديش سيوا ۾ مشغول رهيو مهاتما گانڌي، سندس سچائيءَ ۽ محنت ڏسي کيس پنهنجو پرسنل سيڪريٽري بنايو هن سول نافرمانيءَ جي هر تحريڪ

۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ پنج پيرا جيل ويو. ورهاڱي کان پوءِ دادا هنگوراڻي، هريجنن جي ڪالونين ۾ وڃي انهن جي شيوا ۽ سماجي ڪم ڪندو هو ۽ مهاتما گانڌيءَ پاران جاري ڪيل هفتيوار "هريجن" جو ڪجهه وقت تائين ايڊيٽر پڻ رهيو هن جي گهرواري شريمتي ودِيا هنگوراڻي هن جي اتساهه جو وڏو ڪارڻ هئي ۽ سندس سياسي سماجي ۽ تعميري سرگرمين ۾ مددگار رهندي هئي. هوءَ خود به مهاتما گانڌيءَ جي سچي پوئلڳ هئي. جنهن کيس پنهنجي ڌيءَ بنايو هو. ٻئي زال مڙس جيئن ته مهاتما گانڌيءَ کي پيارا ڪندڙ هئا. ان ڪري هنن گانڌيجيءَ جي شاگرديءَ واري زماني کان وٺي سندس سموريون لکڻيون ۽ ويچار گڏ ڪرڻ شروع ڪيا ۽ انهن کي سلسليوار ڪيترن جلدن ۾ ترتيب ڏنائون. 1941ع کان ان سلسلي ۾ 60 ڪتاب مرتب ڪري انگريزيءَ ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائون. جن جا اتالين ۽ آمريڪي ڇاپا پڻ پڌرا ٿيا. 1943ع ۾ پنهنجي پتني ودِيا هنگوراڻيءَ جي وفات تي اداس ۽ وياڪل ٿي پيو ان عرصي ۾ مهاتما گانڌي، پوني آغاخان محل ۾ نظربند هو. پر جيئن ئي 1944ع ۾ آزاد ٿيو. سڌو سيواگرام آشرم پهتو اتي روزانو صبح جي عبادت کان پوءِ هو. دادا آنند کي ڪجهه نصيحتون ۽ هدايتون ڏيندو هو جيڪي هو نوٽ ڪندو ويندو هو اهڙيءَ طرح 20 نومبر 1944ع کان 10 آڪٽوبر 1946ع تائين گانڌيجيءَ جا گڏ ڪيل "روزانه ويچار" ادب جو هڪ شاهڪار آهن انهن خيالن تي مشتمل ڀيريون ڪتاب دادا آنند 1948ع ۾ گانڌيجيءَ جي وفات کان ٿورو پوءِ "باپو ڪي آشيرواد" عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو. گانڌيجيءَ بابت ڪيترائي ڪتاب پنهنجي هزارن وڙان. ڪجهه تنظيمن جهڙوڪ: ڀارتيه ودِيا ڀون ۽ بمبئيءَ جي ڪجهه اهم پبلشرن ذريعي ڇپائي پڌرا ڪيائين. سندس جا مرتب ڪيل شاهڪار ڪتاب "A Thought for the Day" ۽ "Gandhi and Nehru" پڻ ڇپجي پڌرا ٿيا. جيڪي دنيا اندر ڏاڍا مقبول ٿيا آهن.

دادا هنگوراڻيءَ جو سنڌ ۽ سنڌي قوم سان لازوال پيار هو سندائين دوستن کي سنڌيءَ ۾ خط لکندو رهيو سندن تي اهم ڪتاب "گيتا پوڌ"، "پرودا مندر مان" ۽ "آشرم ولسين ڏانهن" سنڌيءَ ۾. گوپال گريخشاڻيءَ ڇپرائي پڌرا ڪيا آهن.

دادا هنگوراڻي دهليءَ ۾ پنهنجي ڪُٽيا اندر سنتيت ۽ سادگيءَ جو پتلو ٿي زندگي گذاري. ڀارت سرڪار جا اڪثر ڪرتا ڌرتا سندس گهر تي اچي مهاتما گانڌيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪندا هئا. 10 مئي 1999ع ۾ ديهانت ڪري ويو آهي.

**آنوِرا/ آنُرا**: هڪ قسم پسارڪو وکر جيڪو وارن جي تيل ۾ استعمال ٿيندو آهي. آنوِرَن جو وڻ سنڌ ۾ ڪونه ٿئي، پر گرم علائقن ۾ ٿيندو آهي. هيءُ وڻ هڪ سؤ فوٽن تائين اوچو ٿيندو آهي. وڻ جو ڦر صوفي ٻير جيڏو ۽ گول ٿيندو آهي. جنهن جا شڪل ڏاڍا ڪاري رنگ تي ۽ ذائقي ۾ ڪسارا ٿين ٿا. حڪيمن موجب آنورا طبي لحاظ سان دماغ، جگر ۽ معدي کي تقويت ڏين ٿا. قلب کي فرحت ۽ ذهن کي طاقت ڏين ٿا. عام عقيدو آهي ته تازن آنورن جو مربو بواسير کنگهه ۽ دمڪشيءَ لاءِ فائدي وارو آهي هنديءَ ۾ هن کي "آملا" چوندا آهن.

**آنولاسار**: جبل جي پيداوار، جنهن کي عربيءَ ۾ "ڪبريت"، هنديءَ ۾ "گنڌڪ" ۽ سنڌيءَ ۾ "گندرف" چئبو آهي. هن جا ٽي قسم ٿين ٿا: ڳاڙهو هيڊو ۽ ڪارائي مائل سائو هيءَ ڏک هٽ سان پيچي پوندو آهي. گندرف کي طبي لحاظ سان پين وکرن سان گڏ ماري ڪرل ڪري دوا طور ڪم آڻيندا آهن. گهڻين بيمارين لاءِ مفيد سمجهيو ويندو آهي. گندرف سرنهن جي تيل ۾ ملائي خارش لاءِ به استعمال ڪجي ٿو.

**آنهه/ آنهن**: ڇوپائي مال جي ڀاڻي پيئڻ لاءِ کوهه جي پرسان ٺهيل حوض يا آوڙو.

**آنهون**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ پنج ڳوٺ آباد آهن.

**آني**: هر مادي مڇيءَ ۾ آني ٿيندي آهي. جيڪا دراصل مڇيءَ جو ٻج يا آنا آهي (مڇيءَ ۾ آنيون هميشه به ٿينديون آهن). مڇيءَ ۾ آني ننڍي ٿئي ٿي، پر انباري پلي ۾ به وڏيون آنيون ٿينديون آهن. هر ڪنهن مڇيءَ جي آنيءَ جي خاصيت جدا جدا ٿئي ٿي. حڪيمن موجب طبي لحاظ کان ڏٺيري جي آني



بلغم کي گهٽائي ٿي، تِزيءَ ۽ آواز کي صاف ڪري ٿي. قوت باهه کي وڌائي ٿي. تازي آني لوڻ رکڻ کان پوءِ به رڌي ڪم آڻجي ته فائديمند ٿئي ٿي.

**آنياري**: آنياري سامونڊي يا درياهي ساهواري. ڳانگٽ جي جنس مان آهي. هيءُ ڪنيڙين ۾ آني لڪائيندي آهي. جيڪا چار انچ کن ٿيندي آهي ۽ ڳانگٽ ۾ ڳانگٽ وارو سواد اٿس. "آنياري" رڌي کلن سواءِ کائبي آهي. ساڻي سان سٺي آهي. ته گوشت جهڙا چاڳورا کلن مان نڪريو اچنس.

**آواره** (ڪتاب): موهن ڪلپنا جو لکيل ناول. جنهن جو پهريون ڇاپو اپريل 1994ع ۾ شايع ٿيو ناول جا صفحا 129 آهن ۽ قيمت 150 رپيا اٿس. هيءُ ناول نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد سنڌ جي طرفان ڇاپيل آهي. هن ناول جا ڪردار پنهنجي دنيا جا خودمختيار سورما آهن. ٻاهران اٿين پيو لڳندو ته اُهي زماني جي چال سان بدلجندا رهن ٿا. پر ڊيڪاريل اٿين آهي ته هيءُ ڪردار زماني جي چال سان نه، پر زمانو هنن جي چال سان بدلجي رهيو آهي.

**آوانڊو/ آواندو**: ٻنيءَ ٻاري جي اصطلاح موجب ٻاري ۾ ٻاڻي جوڙڻ لاءِ ڪسيءَ يا لاڙ کي ڏنل پنو يا ڇاٻ.

**آونگ**: ڪَچي ۽ ننڍي شڪل مڇيءَ يا شڪل ڪَڙين کي سڏبو آهي. شاهه جي رسالي ۾ سر سامونڊيءَ هيٺ هڪ بيت جي سٽ آهي ته:

"ڪسان اُڏارا، آئي آونگ چاڙهيا". (شاهه)

**آوي**: اُها جاءِ، جتي ڪنڀار مٽيءَ مان گهڙيل ٿانو پچائي. ان جاءِ کي "تهائين" به چوندا آهن.

"تهائينءَ کان نيئهن، سِڪَ منهنجا سيرين؟ (شاهه)

آويءَ ۾ ٿانون پچائڻ جي ترڪيب هيءَ آهي ته پهرياڻين سڄي آويءَ جي تري ۾ ٻاڻ جو تهه وڇائبو آهي پوءِ ٿانوَ اهڙي ترڪيب سان رکيا آهن. جيئن هر ٿانءَ کي ٻاهر جي جُر چگي طرح پچائي. ان کان پوءِ سڄي آويءَ کي ٿانون ۽ ڪٺاهن سان ڍڪي، انهن جي مٿان وري به ٻاڻ جو هلڪو تهه ڏيئي، مٿان مٽيءَ جو هلڪو تهه وڇائي ڇڏبو آهي. سڄي آويءَ کي ٻاهر پڻ بدران. فقط هڪ طرف هوا واري پاسي کان هڪ فوٽ کن ڳُڙک ڇڏبو آهي. جتان آويءَ کي باهه ڏيڻ لاءِ، ٿوڙو ٻاري ڏبو آهي. آهستي آهستي سڄي آويءَ ۾ باهه پکڙجي ويندي آهي. آويءَ ۾ هنڌ هنڌ منگها (هوا جي لنگهه جا سوراخ) ڇڏيا آهن. جيڪي آويءَ جي تپش تي ضابطو رکڻ لاءِ هوندا آهن. انهن منگهن کي پڪل نڪرن سان ڍڪي رکندا آهن. ستن ڏينهن کان پوءِ کولبي آهي.

**آفت:** ڪڙمي، ڪاسبي يا ڪنهن ٻئي ڌنڌاڙيءَ کي ساليانو، فصل لهڻ تي سندس خدمتن عيوض آفت ڏنو ويندو آهي. سنڌ ۾ اڳي فصل لهڻ تي ٻڪشيءَ وقت ڪمين ڪاسبين ۽ ٻين ڌنڌاڙين کي ساليانو ٻنڌاڻ يا لاڳ فصل مان وچان ڪڍي ڏبو هو: جيئن مسجد لاءِ هڪ ٽوپو، فلاڻ لاءِ هڪ ٽوپو، ڪنڀار لاءِ اڌ ٽوپو، حجم لاءِ اڌ ٽوپو، لوهار لاءِ، اڌ ٽوپو، واڍي لاءِ، اڌ ٽوپو، سيد لاءِ ٻه ٽوپا. جيڪڏهن ڪو فقير فقراءِ اچي نڪتو ته ان کي به لَپ ڪَن اَنَ جي اُنهيءَ وقت ڏيندا هئا. ننڍڙن ٻارن کي وري ٻاتي يا چوڻائي ملت ۾ ڏبي آهي، جنهن کي زونگ چئبو آهي. سنڌ ۾ آفت پنهنجي سرندي مطابق ڏيندا آهن.

**آقُرو/ آهورو:** چوپائي مال جي چاري کائڻ لاءِ، ڪُونڊي، مٽيءَ يا سِيرُن جو چورس يا مستطيل حوض، جنهن ۾ گاهه وغيره وجهبو آهي ته جيئن چوپايو مال جهنگ چري. ايئي آهوري ۾ گاهه ۽ ڏارو وغيره کائي ڍءُ ڪري، انهيءَ ڪري چوڻي آهي ته 'جن ڪاڏو آهورن ۾، سي پاهورن ۾ ڪيئن ڪائيندا؟' (پاهورو يعني توبرو).

ٿر ۾ توهن وجهڻ لاءِ ڪوٺيل ڪَلَ کي به آهورو چئبو آهي. ٿر ۾ جيڪو ڏٽ ڪَلَ ڪندا آهن، اُن ۾ توهه به شامل هوندو آهي. ان جو تفصيل هن طرح آهي ته گهر جي اڱڻ ۾ يا ڪنهن محفوظ جاءِ تي هڪ وڏي ڪَلَ کوٽي، ان ۾ تازن توهن جون ٽوڪريون ۽ پريون وجهندا ويندا آهن. جڏهن ڪَلَ جا ٽي حصا پرجي ويندا آهن، تڏهن باقي ڪَلَ کي واريءَ سان پوري ڇڏيندا آهن. گهڻي وقت گذرڻ کان پوءِ انهيءَ ڪَلَ مان توهن کي ڪڍي، انهن کي ڏنڊن سان ڪُٽي يا انهن تي هلر ڪاهي، واٽري، ٻج ڪڍي صفا ڪري رکندا آهن. اُها ڪَلَ، جيڪا توهن شڪائڻ لاءِ، کوٽي ويندي آهي، ان کي آهرو ۽ سڪل ٻجن کي 'ڪُوريون' (ڪُريون) چوندا آهن.

ٿر جا ماڻهو اهي ٻج ڪَلَ ڪري گُنديون پري رکندا آهن ۽ مهينن جا مهينا صرف انهن ڪرين تي گذران ڪندا آهن. کائڻ کان اڳ انهن ٻجن کي ڏانگيءَ تي ڀُڃي، ان ۾ ٿورو لوڻ ملائي، پوءِ پڳڙن وانگر ڦڪ ڀري کائيندا آهن.

**آهُري/آهر:** آهر جو ٻج (ڄانئي ۽ سرنهن جي جنس مان) ٻناتي گجرن جو آچار. 'آچار' گهڻين ئي شين جو ٺهي ٿو، پر خاص 'گجرن' جي ٺهيل آچار کي 'آهري' سڏبو آهي. گجرن کي ڪٽي انهن ۾ ساڻي ٿوم جا ٽڪر (جنهن کي لاڙ ۾ 'آهر' چون) ڏڌر تيل هئي، ڳاڙها مرچ ۽ لوڻ ڇمڇي ڪن سرنهن جي تيل ۾ ملائي ٻاٽيءَ ۾ ننڍڙين ٻئي ڪنهن به آچار کي 'آهري' به سڏبو آهي.

**آهڙيو/آهوڙو:** جانداهي- ترجا، ڪنداڪا. ڪنون تڪنل ٻهڻ آهڙا سڏبا آهن. اهو لفظ شاهه لطيف به استعمال ڪيو آهي "آڏ ترڄا آهڙا ڏونگر کي ڏاڪا". انهن ٻهڻن کي ٿاڪي ترائي انهن مان جند، ڇڪيون، اکريون ۽ روهيون يا ڪرل ٺاهڻ وارن ڪاريگرن کي "آهڙيا" چئبو آهي. اُهي اِهي ٺاهيل شيون ڪٽي گولن ۽ شهرن ۾ وڃي وڪڻندا به آهن. گهڻو ڪري اها ڪرت لورا ۽ بروهي ٿوم جا ماڻهو ڪندا آهن پر ڪي غير مسلم خانه بدوش ٻي اهو ڪم ڪن ٿا ۽ ڪسي ويل جندن کي ٽڪي پيهران پيهڻ لائق بڻائي ڏيندا آهن.

**آڪُو ٻيو:** عام ٻيرن کان ڪجهه ننڍا ٻير، ڳاڙهي رنگ تي ڪاراڻ مائل، ذائقي ۾ ڪسارا مٺا ٿيندا آهن. هنن جو شمار ٻسارڪي وڪڙ ۾ ٿيندو آهي.

حڪيمن موجب بند ٿيل پيشاب کي جاري ڪن ٿا. جيوَرجي ٿوڻ ٻيرن جو ڪاڙهو ڪنگهه ۽ دمڪشيءَ، بدن جي خارش ۽ ڇاڇاڪي ۾ به فائدو ڪري ٿو ۽ آنڊن جي ڪيڙن کي پيٽ رستي خارج ڪري ٿو.

**آهوجا:** اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو: 'گروڙونسي') عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ پاڄڙ پيش ته ڪيترا آهوجا پنجاب لڏي ويا. جتان ڪي جدا جدا وقتن تي جدا جا سببن ڪري موٽي سنڌ ۾ آيا. جنهن ڪري هن وقت هڪڙا پنجابي آهوجا ۽ ٻيا سنڌي آهوجا آهن. منجهائن ٿورا آريا سماجي آهن پر ٻيا گهڻو ڪري سب گروو جا سک آهن. فاضلڪا ضلعي فيروز پور ۽ ان جي ڀسڪرڻائيءَ وارن آهوجن مان ڪي زميندار ته ڪي ڏنڊو ڏاڙي ڪندا آهن. منجهائن ڪي لکاپڙهي آهن. ملتان ۽ ٻين هنڌن ڪي وڏن عهدن تي آهن.

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ڪيترا آهوجا پنجاب کان سنڌ ۾ آيا ۽ مديجي تعلقي نوشهري ابڙي ۾ زميندري ڪرڻ لڳا. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ مديجيءَ کي درياهه ٻاڏي ته ڪي هتي ٿورو ٻه پوءِ وڃي رهيا. ٻيا سکر ۽ شڪارپور ۽ ٻيان لاڙڪاڻي لڏي ويا. انهن آهوجن جون جدا جدا شاخون ٿيون. جيڪي سکر ويا ۽ اڄ ڏاڻين اتي آهن. تن جو وڏو ڏاڏو ديوان چيلانند هو سکر وارن آهوجن مان پوءِ ڪي جيڪب آباد ويا. جهڙوڪ ديوان ڪشنداس. جيڪي لاڙڪاڻي ويا، تن جو وڏو ڏاڏو ديوان خوشيرام هو سي اٽڪل هڪ سئو ورهين کان اتي رهندا اچن. 1915ع ڌاري مديجيءَ مان ٻيا به ڪي آهوجا لاڙڪاڻي ويا. جن مان هڪڙو مسٽر پرتابراءِ وسومل آهي. جو پاڻ کي "آهوجا" سڏائيندو آهي. پر سندس پٽ ڪراچيءَ واري آرٽس ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر هو سو پاڻ کي "رام پنجواڻي" ڪوٺائيندو هو. پيءُ "آهوجا" پٽ "پنجواڻي" سوان ڪري مديجي وارن سيٺي آهوجن جو وڏو ڏاڏو سيٺ ڪيمچند هو جنهن جو پٽ سيٺ پنجاڻداس هو. تنهن ڪري ڪي آهوجا سندس نالي پٺيان پاڻ کي "پنجواڻي" سڏائين ٿا. منجهائن ڪي "ديوان" ته ڪي "سيٺ" سڏجن ٿا. تنهن لاءِ سبب آهي. سيٺ پنجاڻداس جو پٽ سيٺ ٻڌرمل هو جنهن جا ٻه پٽ جاڙومل ۽ لڇيرام هئا. جاڙو مل جاگيردار هو پر ميرن وٽ نواب به هو جنهن ڪري "ديوان" سڏجڻ ۾ آيو. ڳڙهي ياسين وارا آهوجا پاڻ کي اڄ ڏاڻين "ديوان" سڏائيندا آهن پر ٻيا اڪثر "پاڻيند" ليکيا آهن جيئنڪ ڏاڻنگ ساڳيوئي اٿئي.

شڪارپور ۾ لکي در اندر "ٻن جي حويلي" آهي جا سيٺ ٻنمل آهوجا جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. سندس نسل مان سيٺ شولداس ليکراج ولد سيٺ چمن داس ولد سيٺ بچومل ٻنمل آهي.

سيٺ شولداس ليکراج جا وڏا پنجاب کان اول ڪيچي (قلات) ڏانهن واپار سانگي ويا هئا. سندس ناناڻا ديوان چينمل جي آکهه وارا آهن. ديوان چينمل ولد ديوان ٻيليرام حيدرآبادي ميرن جي صاحبيءَ ۾ شڪارپور جو گورنر هو. سيٺ شولداس جسٽس آف پيس، ڪمشنر صاحب جو درباري ۽ شڪارپور ڪاليج جي بورڊ جو ميمبر رهيو. پندرهن ورهيه ڪن شڪارپور جو ميونسپل ڪائونسلر، شڪارپور ۽ فاضلڪا (پنجاب) جو آنرري مئجسٽريٽ ۽ شڪارپور جو آنرري مئجسٽريٽ بينچ جو چيئرمين هو. شڪارپور جو "بواءِ اسڪائوٽ ايسوسيئيشن" جو مربي ۽ وائيس پريزيڊنٽ ۽ شڪارپور جي ايڊيوڪيشن سوسائٽي، ليڊي ڊفرن اسپتال، فيميل هيلٿ ايسوسيئيشن سنڌ ۽ پنجاب جي "انڊين ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ" ۽ پنجاب جي وار ليگ جو لائيف ميمبر ۽ سکر جي سينٽرل ڪو آپريٽو بئنڪ جو ميمبر هو سنڌ ۾ اهوئي صاحب پهريون هو جنهن شڪارپور ۾ وڏي پيماني تي "هوزيئري" جو ڪارخانو کوليو هو جو سندس نالي پٺيان "شولداس نٽنگ اينڊ ويونگ ملز" سڏبو هو.

سيٺ سوشلداس آهوجا جو مربي فرزند راءِ صاحب گوڪلداس هو جنهن جو جنم شڪارپور ۾ 31 آڪٽوبر 1907ع تي ٿيو هو. شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ مئٽرڪ تائين پڙهيو. ننڍڙي ئي هوندي ڏکو اسڪائوٽ ۽ راندين روندين ۾ ٻرک هو جنهن ڪري اسڪول ۾ ٽينس سيڪريٽري، ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪپتان ۽ اسڪول جي هڪ "ٽروپ" جو اسڪائوٽ ماسٽر ۽ شڪارپور شهر جي "بواءِ اسڪائوٽ ايسوسيئيشن" جو آنرري سيڪريٽري هو. 1927ع کان وٺي 1930ع تائين پهريائين "شڪارپور اسڪائوٽ" ۽ پوءِ "سنڌ اسڪائوٽ" جاري ڪيائين. جنهن بمبئي جي ٻن گورنرن سرليلي ولسن ۽ سرفيڊرڪ سائيڪس جو ڌيان ڇڪيو ۽ اهي انجا مربي ٿيا. 1930ع ۾ سندس پتا سيٺ شولداس آمريڪا جي ٽنٽرسفيلڊ ڪمپنيءَ لاءِ اُن خريد ڪرڻ واسطي ڪراچيءَ ۾ گهرائي ورتس، جتي اهو ڌنڌو ڪيائين انهيءَ مشغوليءَ هوندي به ڪراچيءَ

جي ٻارهين ساڌو هيرانند ٽروپ جو اول اسسٽنٽ اسڪائوٽ ماسٽر ۽ پوءِ اسڪائوٽ ماسٽر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. 1933ع ۾ "سنڌ اسڪائوٽ جمبوري" برپا ڪيائين. 1938ع ۾ مسٽر اي بليو اوڪلي نالي هڪ گوري سان گڏجي سامونڊي اسڪائوٽنگ جاري ڪيائين ان کي پڪي پائي تي بيهارڻ لاءِ هڪ "سي اسڪائوٽ گروپ ڪائونسل" ٺاهيائون جنهن جا ميمبر وڏيءَ هلنديءَ پڄنديءَ وارا ٿيا. انهيءَ اسڪائوٽ گروپ برپا ڪرڻ جو مهورت سنڌ جي گورنر سرلانسيٽ گرهام، 15 اپريل 1939ع جي، گورنمينٽ هائوس ۾ ڪيو.

سامونڊي اسڪائوٽن ۾ خدمت جو اُتنگ اڀرو ڏ ٺوڪيائين جو ڪيترن ئي جانن کي سمنڊ ۾ ٻڏي وڃڻ کان بچايو هيائون. هيءَ هڪ وڏو نيڪيءَ جو ڪم هو، جو سهاريڪ طرح عام خلق کي گهڻو پسند پيو ۽ سرڪار به ڪيتريون سهوليتون ڪري ڏنيون ۽ موٽربوٽ به مليل هئڻ ۽ ٻين کي به سامونڊي اسڪائوٽنگ سيکاريندو رهيو ٿين پنهنجو تن، من ۽ ڌن انهيءَ ڀلي ڪم ٻلي ڏيئي ٻيٺو "ڪراچي هاربر موٽر بوٽ پيٽرول". جو ڪراچي بندر جي بچاءَ لاءِ هو. تنهن ۾ ڀرتيائين ٻاڻ داخل ٿيو ۽ 1 سيپٽيمبر 1941ع کان وٺي "رايل انڊين نيول والنٽيئر رزرو" جو آنرري ليفٽيننٽ ٿيو سندس قدر سڃاڻي جنوري 1946ع ۾ سرڪار "راءِ صاحب" جو لقب ڏنس.

سيٺ شولداس جو پيو نمبر فرزند سيٺ دولترام هو شڪارپور ۾ پڻس "هوزري" جو ڪارخانو کوليس، ته هيءَ نئڊڙي هوندي ئي، ڪيس انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪرڻ لڳو. اُتي جو سمورو ڪم سندس نظر هيٺ ٿيندو هو اٿين چاهه وڌيس ته پنجاب جي سرڪاري "هوزيري انسٽيٽيوٽ" سان سکيا وٺي. ڪوٽن، جرسين، گنجي، فراڪن وغيره جا اهڙا نوان نوان نمونا ڪڍيائين جو ڏيهي توڙي يورپي لوڪ اهي پسند ڪرڻ لڳا. سکر جي اڳوڻي ڪليڪٽر مسٽر ايچ ٽي سورلي آءِ سي ايس جي ڊرميٽيءَ لکيو آهي ته "منهنجو اوني ڪوٽ ۽ گهگهرو شڪارپور جي انهيءَ ڪارخاني جا ٺهيل. منهنجي مڙس مون کي ناتال جي سوکڙي ڪري موڪليا هئا. اسڪاٽ لينڊ ۾ اهي جن به ڏٺا تن واهه واهه ڪئي" سنڌ جي جڙيل شيءِ جي ساراهه يورپ وارا ڪن، سا سنڌ لاءِ فخر جي ڳالهه آهي. شڪارپور وارو اهو ڪارخانو بند ڪري ان جي بدران، سيٺ دولترام، ڪراچيءَ جي جيل طرف، هڪ وڏي پيماني تي، "سٽينڊرڊ نٽنگ" نالي ڪارخانو کوليو.

سيٺ دولترام ۾ ديس سيوا جو اُتنگ هو ۽ پڪو اسڪائوٽ هو. 1939ع جي سکر ۽ شڪارپور وارن فسادن مهل هن نوجوان، شڪارپور جي امن امان لاءِ پنهنجي اسڪائوٽ ٽروپ سميت، رات ڏينهن پهرو پئي ڏنو سرڪار به سندس قدر سڃاڻي، ڪيس آفرين نامو ۽ روالور ۽ بندوق رکڻ جو پروانو ڏنو.

**آهوجا، موهن فقير:** صوفي موهن لال ولد پريم داس آهوجا، تعلقي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ عاقل ۾ 17 ڊسمبر 1845ع تي جائو. ننڍپڻ ۾ ڳوٺ ۾ ئي، سان ڳالهه هٿ ونڊائيندو هو سندس طبيعت شروعات کان ئي صوفين ۽ سادن جي صحبت ۾ گذري. انهيءَ ڪري نوشهري فيروز جي نقشبندي بزرگ، شاهه نصير الدين صوفيءَ جو معتقد ٿيو سڄي عمر راڳ ويراڳ ۾ صرف ڪندي آخري عمر لاڙڪاڻي شهر جي اولهارين طرف اوتارو (تڪيو) لائي گذارڻ لڳو. 18 شعبان 1223هه/12 مارچ 1925ع تي وفات ڪيائين. سيوهڻ ۾ سندس سماڌي جوڙي وئي. سنڌي ۽ هندي زبانن ۾ سندس ڪلام ملي ٿو هو سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو سندس سمورو ڪلام تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهي.

**آهوجا، ميول ٽيونند رام:** هڪ اداڪار، هدايتڪار ۽ ليکڪ. جيڪو 5 جنوري 1937ع تي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. هن ڪيترائي ناٽڪ پيش ڪيا هئا. جن ۾: پياسو من منهنجو، ڏينهن جا سپنا، مڪان خالي آهي، ميونسپل ڪائونسلر ۽ سڄڻ ڏنو سور وغيره. هن جي مضمونن جو مجموعو 1980ع ۾ شايع ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هيءَ هندستان جي شهر بڙودا ۾ وڃي رهيو.

**آهوري جاگير:** دادو ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ ديهن جو نالو هڪ ديهه ضلعي دادو جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ آهي. جنهن ۾ آهوري، ڪُٽب ۽ ميربحرن جا ڳوٺ شامل آهن. ٻيءَ ديهه تعلقي عمرڪوٽ ۾ آهي، جنهن ۾ 7 ڳوٺ شامل آهن.

**آهوري راجپتي:** تعلقي خيرپورناٿن شاهه، ضلعي دادو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**آهير:** ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جو هڪ قبيلو جيڪو سنڌ ۾ آباد هو. هن قبيلي جا ماڻهو ڳوٺن ۾ رهندا هئا ۽ اُنان کير ڪڻي شهرن ۾ وڪڻندا هئا. ڳوناڻا ۽ ڏاڍا هجڻ جي ڪري، سانن سماجي معاملن ۾ وهنوار نه رکيو ويندو هو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ "آهير" اصطلاحي لفظ ليکجي ٿو جنهن جي لغوي معنيٰ آهي "ڪاريو مرد". سنڌي ٻوليءَ ۾ چوڻي مشهور آهي ته:

"آهير وڃائي اوٺي، رن وڃايو رنبو".

اها چوڻي سماجي لحاظ کان طنزيه ۽ تنقيدي چوڻي به آهي.

**آهيڙي:** هڪ خانه بدوش راجستاني غير مسلم قبيلو عام طرح اهي شڪاري جيڪي ڪوڙڪي وجهي جانور کي شڪار ڪندا آهن جنهن ۾ حلال يا حرام جي تميز نه هوندي آهي. يا وري ڪنهن هٿيار (ٽڪي) ڪاتي ڪهاڙي وغيره سان جانور کي زخمي ڪري جهليندا آهن انهن شڪارين کي آهيڙي چوندا آهن شڪاري اصل ۾ هڪ خانه بدوش قوم آهي. لطيف اکين کي "آهيڙين" (شڪاري) سڏي سنڌي ٻوليءَ کي هڪ تخليقي تشبيهه ڏني آهي. سندس هڪ بيت آهي:

"ملان ملان نہ چئو آهيڙي آهين"

**آءِ . آءِ. چندريگر:** سندس پورو نالو اسماعيل ابراهيم چندريگر هو. احمد آباد (ڀارت) ۾ 15 سيپٽمبر 1897ع ۾ ڄائو. بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ ايل ايل بي جا امتحان پاس ڪيائين. 1937 ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي احمد آباد جي ڀرواريءَ واري تڪ مان بمبئيءَ جي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1943ع کان 1947ع تائين آل انڊيا مسلم ليگ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو گورنمينٽ آف انڊيا جي عبوري حڪومت (آڪٽوبر 1946ع کان آگسٽ 1947ع) ۾ مسلم ليگ پاران واپار جو وزير ٿيو.



پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آگسٽ 1947ع کان مئي 1948ع تائين حڪومت پاڪستان جو واپار، صنعت ۽ تعميرات جو وزير ٿيو 1948ع ۾ سرحد صوبي جو گورنر ۽ 1953ع ۾ پنجاب صوبي جو گورنر رهيو 1955ع ۾ چوڌري محمد عليءَ جي مرڪزي ڪابينا ۾ وزير قانون رهيو. 1956ع جي آئين جو مسودو هن تيار ڪيو. 18 آڪٽوبر 1957ع کان 16 ڊسمبر 1957ع تائين پاڪستان جي ڇهين وزيراعظم جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنائين. 26 سيپٽمبر 1960ع تي وفات ڪيائين. ڪراچي شهر جو هڪ وڏو روڊ سندس نالي پٺيان آءِ. آءِ. چندريگر روڊ مشهور آهي. جنهن جو اڳوڻو نالو ميڪلوڊ روڊ هو ان روڊ تي پاڪستان، خصوصاً ڪراچيءَ جي فنانشنل ادارن ۽ اسٽيٽ بئنڪ سميت اڪثر وڏين بينڪن جا مرڪزي دفتر آهن. هن روڊ تي اردو اخبار "جنگ" جو دفتر آهي. ڪنهن وقت بند ٿي ويل سنڌي اخبار "جاڳو" جو دفتر به هن روڊ تي هو، جنهن جو ايڊيٽر فقير محمد لاشاري هو.

**آءِ. آءِ. قاضي، علامہ:** سنڌ جي وڏي عالم ۽ اسڪالر علامہ آءِ. آءِ. قاضي مرحوم جو پورو نالو امداد علي ولد امام علي قاضي هو سندس وڏا پاٽ



گوٺ، ضلعي دادوءَ جا هئا. علامہ صاحب جو والد قاضي امام علي سرڪاري ملازمت جي ڪري پاٽ مان لڏي حيدرآباد ۾ اچي رهيو، جتي حيدرآباد جي بااثر شخصيت محمد حافظ جي وڏي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين جنهن مان امداد علي (آءِ. آءِ. قاضي) 18 اپريل 1886ع ۾ ڄائو سندس والد قاضي امام علي ڪجهہ عرصي لاءِ دادوءَ ۽ نوشهرو فيروز جو ميونسپل ڪمشنر ۽ آنرري مئجسٽريٽ پڻ ٿي رهيو. علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي ابتدائي تعليم لاءِ آخوند عبدالعزيز کي مقرر ڪيو ويو. آخوند صاحب علامہ قاضيءَ کي قرآن پڙهايو ۽ ابتدائي سنڌي، فارسي ۽ علم رياضيءَ ۾ پڻ سکيا ڏني. انهيءَ کان علاوہ آخوند صاحب کيس "مفتاح الصلواة" بہ پڙهايو.

علامہ صاحب ارڙهن سالن جي عمر (1904ع) ۾ سنڌي فائنل جو امتحان خانگيءَ طور پاس ڪيو ۽ فارسيءَ ۾، جيڪو ان وقت لازمي مضمون هو، پهرين پوزيشن حاصل ڪئي. 1905ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان خانگي اميدوار جي حيثيت ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ علامہ صاحب علي ڳڙهہ ۾ سر سيد احمد جي قائم ڪيل ڪاليج ۾، وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ، ويو. هڪ سال کان پوءِ قاضي صاحب علي ڳڙهہ مان موٽي آيو ۽ تعليمي سلسلو منقطع ڪري ڇڏيائين. 1907ع ۾ پنهنجي مارو ميان عبدالقادر حافظ سان گڏجي اعليٰ تعليم لاءِ لنڊن روانو ٿيو، جتي هڪ سال خانگي طرح ايڪنامڪس (اقتصاديات) جي تعليم ورتائين. 1909ع ۾ لنڊن اسڪول آف ايڪنامڪس ۾ داخل ٿيو. ڊاڪٽر ڪئنن وٽ پڙهيو. علامہ صاحب کي مختلف مضمونن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ۾ جنون جي حد تائين لڳاءُ هو. تنهنڪري لنڊن جي قيام دوران مختلف تعليمي ماهرن کان مختلف مضمونن ۾ ڄاڻ حاصل ڪندو رهيو. ڊاڪٽر "براڪون" کان نفسيات جي تعليم حاصل ڪيائين. ان کان سواءِ فزڪس ۽ بائيلاجي خانگي طرح پڙهيو. ڊاڪٽر "آرنولڊ" کان فلسفي جي تعليم حاصل ڪيائين. انهيءَ دوران علامہ صاحب کي قانون جي تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ 1910ع ۾ "لنڪنس ان" (لنڊن) ۾، "بار ايٽ لا" لاءِ داخلا ورتائين. تعليم دوران علامہ صاحب جي ملاقات مس ايلسا نالي جرمن خاتون سان ٿي. مس ايلسا هڪ قابل ۽ بلند پايي جي ليکڪا ۽ شاعره هئي. سندن طبيعتون هڪٻئي سان ملي ويون ۽ ٻنهي جي پاڻ ۾ پريت ٿي وئي. 1910ع ۾ ايلسا سان شادي ڪري ازدواجي رشتي ۾ منسلڪ ٿيو. 1911ع ۾ بار ايٽ لا جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي وطن واپس وريو. واپسيءَ بعد مختلف علمن جو مطالعو جاري رکيائين. ڪجهہ عرصي بعد وري انگلنڊ هليو ويو جتي پنهنجو مطالعو جاري رکيائين. قاضي صاحب 1919ع ۾ لنڊن مان واپس موٽيو. 1921ع ۾ پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز بحيثيت مئجسٽريٽ ڪيائين. ڪجهہ عرصي لاءِ ٺٽي ۾ محمد خان ۾ مقرر ڪيو ويو. اپريل 1922ع ۾ خيرپور رياست ۾ سيشن جج مقرر ٿيو.

قاضي صاحب 1924ع ۾ هڪ مضمون بعنوان "مشرقي شاعريءَ ۾ غزل جو مقام" (Place of Ghazal in Oriental Poetry) لکيو هو. مضمون هڪ ادب پارو هو جنهن کي ڏاڍو ساراهيو ويو ۽ کيس انگلنڊ جي شاعريءَ واري سوسائٽيءَ (Poetic Society) جو نائب صدر چونڊيو ويو. علامہ صاحب پهريون هندستاني هو جيڪو هن سوسائٽيءَ جو نائب صدر چونڊيو ويو ۽ 1948ع تائين هن عهدي تي رهيو. 1926ع ۾ کيس خيرپور رياست جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو هوم ميمبر مقرر ڪيو ويو. پر ٿوري عرصي اندر ئي علامہ صاحب سرڪاري ملازمت کان بيزار ٿي پيو ۽ اختلافن سبب آگسٽ 1927ع ۾ استعيفيٰ ڏنائين.

1928ع ۾ پاڻ ٻيهر لنڊن هليو ويو جتي ڪجهہ عرصي لاءِ لنڊن اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ بحيثيت استاد ۽ ممتحن خدمت سرانجام ڏنائين. 1932ع ۾ شيخ گوما، الازهر کان ۽ لنڊن اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ عربيءَ جي تعليم ورتائين.

لنڊن ۾ 1933ع ڌاري "جمعيت المسلمين" جو بنياد رکيائين ۽ کيس جمعيت جو امام مقرر ڪيو ويو. هن جمعيت جو بنيادي مقصد اسلام جي تبليغ ۽ اُتي جي مسلمانن جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ هو. 1933ع ۾ ئي علامہ صاحب پنهنجي اهليہ ايلسا قاضيءَ جي تعاون سان ڪتاب لکيو جنهن جو نالو آهي: "Adventures of a Brown Girl in Search of God" يعني "ڀوري ڇوڪري خدا جي ڳولا ۾". اهو ڪتاب دراصل جارج "برناردشا" جي لکيل ڪتاب "A Black Girl in Search of God" "خدا جي تلاش ۾ هڪ ڪاري ڇوڪريءَ جي جاکوڙ" جي جواب ۾ لکيو ويو هو. 1911ع کان 1942ع تائين قاضي صاحب ڪجهہ وقت سنڌ ۽ ڪجهہ وقت انگلنڊ ۾ رهيو. علامہ صاحب جي ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇاپيو ويو آهي.

قيام پاڪستان کان ڪجهہ عرصو اڳ علامہ صاحب انگلنڊ مان موٽي ڪراچيءَ ۾ اچي رهيو. ان وقت پاڻ هر جمعي تي جناح هاسٽل جي مسجد ۾ اچي خطبو ڏيندو هو. علامہ صاحب جو خطبو ٻڌڻ لاءِ هر طبقي جا ماڻهو پري پري کان ايندا هئا.

پاڪستان جي قيام کان پوءِ علامہ صاحب ٻنهي علائقن جي انسانن جي غير فطري ۽ جبري لڏ پلاڻ ۽ خونريزيءَ وارن عملن کان بيدل ٿي وري لنڊن هليو ويو. پاڻ اجا انگلنڊ ۾ ئي هو تہ سندس مداحن ۽ دوستن، خاص طرح سائين جي. ايم. سيد سندس واپس اچڻ لاءِ وڏو زور ڀريو. آخرڪار علامہ صاحب لنڊن کي الوداع ڪري، 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جي چارج اچي ورتي، ۽ ان کي اعليٰ تعليمي درسگاهہ بنائڻ ۽ مختلف سائنس ۽ آرٽس جا شعبا قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ تعليمي ماهرن سان لهہ وچڙ ۾ آيو تہ جيئن ٿوري وقت ۾ گهٽ ۾ گهٽ شعبا قائم ٿي سگهن.

علامہ قاضي صاحب طرفان سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلريءَ جو عهدو قبول ڪرڻ کان پوءِ "يونيورسٽي ورلڊ" نالي رسالي ۾ هڪ تبصرو شايع ٿيو تہ سندس عاليشان انتخاب تي مبارڪباد ٿي ڏجي، جيڪو هڪ بيحد لائق شخص ۽ سنڌ جو عظيم محقق پڻ آهي.

وائيس چانسلر بڻجڻ کان پوءِ علامہ صاحب، سڀ کان پهرين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سينٽرل لائبريري قائم ڪرڻ ۽ پريس لڳائڻ جي منظوري ڏني. 1952ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ قلم هڪ لڳايو ويو ۽ گورنر راڄ قائم ٿيو تہ علامہ صاحب گورنر دين محمد کي هڪ زوردار خط لکي سنڌ يونيورسٽيءَ جي مالي مشڪلاتن کي حل ڪرڻ لاءِ گرانٽ وڌائڻ لاءِ چيو. گورنر دين محمد فوراً ساليانو گرانٽ هڪ لک مان وڌائي پنج لک رپيا ڪئي.

انهيءَ دوران علامہ قاضي صاحب حڪومت کان ٽئين ڪئمپس لاءِ ڄامشوري ۾ زمين ورتي. جرمنيءَ مان آرڪيٽيڪٽ گهرائي سڀ کان پهريائين فزڪس ڊپارٽمينٽ جي بلڊنگ ۽ ان کان پوءِ ڪيمسٽري ڊپارٽمينٽ جي بلڊنگ ٺهرائي تہ جيئن سنڌ جا نوجوان سائنس جي ميدان ۾ اعليٰ تعليم

حاصل ڪري سگھن. اُتين جيئن سگھجي ٿو تہ هو سنڌ يونيورسٽيءَ جي موجوده ڪيمپس جو باني هو.

اها علامہ قاضي صاحب جي مقناطيسي شخصيت هئي ۽ سندن اڻ ٿڪ محنت جو نتيجو هو جو سنڌ يونيورسٽي، سنڌ جي عظيم علمي درسگاهہ بڻي. نہ صرف ايترو، پر علامہ صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جي تعليمي معيار کي وڌائڻ لاءِ چونڊي چونڊي علم جا گوهر گڏ ڪيا ۽ يونيورسٽيءَ جي ساک ايڏي وڌائي، جو هن يونيورسٽيءَ مان ڊگريون حاصل ڪندڙ فخر محسوس ڪرڻ لڳا.

علامہ صاحب پورا 9 سال سنڌ يونيورسٽيءَ جي بي لوث خدمت ڪئي، پر جنهن مهل محسوس ڪيائين تہ مارشل لا جي غيرجمهوري حڪومت ۾ عالمن ۽ دانشورن جي ڪابہ اهميت نہ رهي آهي ۽ سنڌي زبان ۾ تعليم ڏيڻ خلاف سرڪاري سازشون شروع ٿي ويون آهن تہ هڪدم وائيس چانسلريءَ تان استعيفا ڏئي گوشہ نشين ٿي ويو. گوشہ نشينيءَ جو اهو مقصد نہ هو تہ دنيا کان لاتعلق ٿي رهبانيت واري زندگي گذاري، پر گوشہ نشينيءَ واري دور ۾ بہ هن پنهنجو پاڻ کي تحقيق ۽ تصنيف ۾ مشغول رکيو ان ئي زماني ۾ هن حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي لافاني ڪلام تي تحقيق ڪئي ۽ نئين انداز ۾ شاهہ جو رسالو ترتيب ڏنو لطيف سائينءَ جي ڪلام جي چونڊ حصي جو پاڻ ۽ سندن گھر واري مدر ايلسا قاضيءَ گڏجي انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو.

علامہ صاحب نوجوانن جي تربيت ۽ تعليم لاءِ ڏاڍو فڪرمند هو پاڻ چاهيائين ٿي تہ سندس علم ۽ فلسفي مان، جنهن جو بنياد اسلام جي آفاقي پيغام تي رکيل هو، نئون نسل مستفيض ٿئي ۽ سندس ٻاريل جوت ڪاش پوءِ بہ چمڪندي رهي.

علامہ صاحب ويهين صديءَ جو عظيم مفڪر ۽ وڏو قرآن شناس هو جنهن کي هن ڌرتيءَ جنم ڏنو علامہ صاحب جي باري ۾ مستند راءِ آهي تہ ڀٽائي گھوٽ رحہ کان پوءِ علمي طرح جن صاحبن سنڌ جي ماڻهن جي ذهني ۽ فڪري خدمت ڪئي، انهن ۾ علامہ قاضيءَ جي شخصيت نمايان آهي.

علامہ صاحب نہ صرف دانشور ۽ مفڪر هو پر عظيم مبلغ ۽ مصلح پڻ هو هو پنهنجي علم، فڪر، فلسفي ۽ ڪردار ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو سندس علم ۽ فڪر جو سرچشمو قرآن حڪيم جي حڪمت ۽ هدايت هو ڪيس يوناني توڙي هندي فڪر ۽ فلسفي سان گڏوگڏ جديد يورپ جي سائنسي ۽ سماجي علمن جي بہ ڄاڻ هئي.

سندس پيغام جو محور نوجوان نسل هو ۽ پاڻ چاهيائين ٿي تہ اسلام جي تبليغ ٿئي ۽ اهڙا نوجوان پيدا ٿين، جيڪي نئين ملڪ جون واڳون سنڀالين ۽ سنڌ، جيڪا باب الاسلام آهي، تنهن جو نالو روشن ڪن. پاڻ جن اعليٰ انسانن کي متاثر ڪيائين، انهن ۾ اي. ڪي بروهي، قاضي فيض محمد، سائين جي. ايم سيد، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر نظام الدين هاليپوٽو، پروفيسر حيدر علي لغاري ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

علامہ آءِ آءِ قاضيءَ 13 اپريل 1968ع تي وفات ڪئي، سندس مزار سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري ۾ آهي.

**آر. ايچ عثماني، ڊاڪٽر:** پاڪستان جو ناميارو ائٽمي ۽ ڪيميائي سائنسدان. ڊاڪٽر آئي ايچ عثماني، 15 اپريل 1917ع تي ڄائو سندس اصلي نالو عشرت حسين عثماني هو بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. ايس سي ۽ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهہ مان ايم. ايس سي ڪرڻ کان پوءِ، 1940ع ۾ لنڊن يونيورسٽيءَ مان، نوبل انعام يافتہ سائنسدان ڊاڪٽر جي. پي. ٿامسن جي نگرانيءَ ۾، ائٽمي طبعيات ۾ پي ايچ ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين 1942ع ۾ هندستان جي سول سروس ۾ شامل ٿي، مختلف عهدن تي ڪم ڪندو رهيو ورهاڱي وقت لڏي پاڪستان هليو آيو هتي پاڪستان ۾ 1950ع کان 1955ع ڌائين هو درآمدات ۽ برآمدات جو چيف ڪنٽرولر رهيو بعد ۾ 1958ع ڌائين مغربي پاڪستان ۾ صنعت کاتي ۾ ڊائريڪٽر رهيو 1960ع کان 1971ع ڌائين پاڪستان ائٽامڪ انرجي ڪميشن جو چيئرمين رهيو ان حيثيت ۾ هن تمام وڏا ڪم ڪيا. سندس ڀيريون وڏو ڪم طب، رياضيءَ، ڪيميا ۽ ٻين شعبن جي 500 ماهرن کي ترقي يافتہ ملڪن ۾، اعليٰ تحقيق ۽ تربيت لاءِ موڪلڻ هو اسلام آباد ويجهو نيلور ۾ 'پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف نيوڪليئر سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ' جو بنياد وڌائين ڪراچيءَ ۾ 137ميگاواٽ جو نيوڪليئر پاور ري ائڪٽر نصب ڪيائين زراعت ۽ حياتيات جو ادارو فيصل آباد ۾ قائم ڪرڻ جو جس بہ کيس ئي حاصل آهي زراعت، صنعت، معدنيات ۽ طب جي شعبن ۾ جوهري توانائيءَ جا تحقيقي مرڪز ڪراچيءَ، لاهور، فيصل آباد ۽ ٽنڊي ڄام ۾ قائم ڪيائين.

1973ع ۾ رٽائرڊ ٿيڻ کان اڳ هو تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي وزارتن ۾ سيڪريٽري بہ رهيو ان وچ ۾ "پاڪستان سائنس فائونڊيشن" جي تشڪيل پڻ ڪيائين سندس ڪم جي مڃتا طور کيس 'ستاره امتياز' پڻ ڏنو ويو پاڻ گھڻو وقت گڏيل قومن جي مختلف بورڊن ۽ ڪميشن ۾ رهيو 18 جون 1992ع تي وفات ڪري ويو.

**آٽلو:** اُها زمين، جنهن مان فصل اُٿيل هجي، پر وري پوکيءَ ڪرڻ لاءِ اجا کيڙيل نہ هجي، يعني اڻ ڪاهيل زمين، جنهن ۾ اڳين فصل جون ڪاٺيون، ٽيلا يا ڪانا اجا بيٺا هجن.

**آءَ ڪانگا ڪر ڳالهہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فقير دريا خان کنڌڙي واري جي ڪلام جو مجموعو آهي، جنهن جو مرتب نياز همايوني آهي. ويهي سائين رنگين ٽائيٽل ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 220 آهن. سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد طرفان ڪتاب جو هيءُ پهريون ڇاپو سال 2007ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 110 رپيا ڄاڻايل آهي.

**آٽلاڻي:** ڏسو (چيٽرا): هيءُ ٽنڊي محمد خان جا سيٺيون پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ آٽلداس جي بدي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "آٽلاڻي" سڏرائين ٿا. سيٺ آٽلداس کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙو سيٺ ڪيمچند ۽ ٻيو سيٺ ڪيسومل هو. جن جا آنريل سيٺ هرچند راءِ وشنداس جي پاروائي آکهہ سان گھاٽا ناتا آهن سيٺ ڪيسومل جو پٽ سيٺ گيانچند مکي هوندو هو ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ هلندڙءَ وارو هو حيدرآباد ڪاليج جي پرنسپال پاروانيءَ جو نانو ٿئي. آٽلاڻين مان ڪي نوڪريون نہ ڪي ڌنڌو ڌاڙي ڪن ٿا.

**آٽلسنگاڻي:** ڏسو (طريجا): اصل اروڙنسي آهي. هيءَ ٻندٿي سک آهن. راجا رنجيت سنگھہ جي وقت ۾ پنجاب جي ڪن سنگھہ اڪالين ۽ هنن ٻندٿي سکن جي وچ ۾ اٿيڻت ٿي تہ سندن وڏو ڏاڏو لڇمڻ سنگھہ پنجاب مان لڏي سنڌ ۾ آيو ۽ لاڙڪاڻي کان اوڀر ڪوهہ ڪن ٻري ناڻجن جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو کيس چار پٽ هئا. آٽل سنگھہ، گربخش سنگھہ، هريسنگھہ ۽ گرڏنو سنگھہ. جن مان آٽل سنگھہ جي نالي پٺيان هي "آٽلسنگاڻي" سڏجن ٿا. ناڻجن ۾ وڌيا ويجهيا تہ اتي سندن هڪ سئو کن گھر ٿيا. پوءِ ڪي لڏي لاڙڪاڻي ويا ۽ ڪي ٻين هنڌ نوڪرين ۾ آهن. هن وقت ڌائين ناڻجن ۾ سندن چاليهہ کن گھر آهن اڪثر زميداري ڪندا آهن، پر ڪي نوڪرين ۾ بہ آهن.

**آئن اسٽائن، البرٽ:** 20 صديءَ جو عظيم نوبل انعام يافتہ سائنسدان البرٽ آئن اسٽائن 14 مارچ 1879ع ۾ جرمنيءَ جي 'اُلم' (Ulm) شهر ۾ ڄائو هو يهودي مذهب سان تعلق رکندڙ هو هن پنهنجي ابتدائي تعليم جمنازيئم اسڪول مان ورتي. هن نصابي تعليم سان گڏ موسيقيءَ جي تعليم پڻ



حاصل ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ 26 سالن جي عمر ۾ گورنمينٽ جي ڪنهن آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو ۾ تخليقي صلاحيتن هٿان ڪري. اهو ڪم پسند نه آيس سندس چوڻ موجب "ڪلارڪيءَ ۽ موچڪي ڪم ۾ ڪو فرق نه آهي". ملازمت دوران ٿي هن فزڪس جي موضوع تي سائنس مئگزين جي مختلف ايڊيشنن ۾ مضمون لکيا ۽ فزڪس متعلق اهڙا انڪشاف ڪيا، جن سائنسي تحقيقات جو رُخ بدلائي ڇڏيو. هن روشنيءَ کي توانائيءَ جي شڪل قرار ڏنو جيڪا ڳالهه اڳ ۾ ڪڏهن به ڪنهن اڳين ثابت نه ڪئي هئي. هن اهو ثابت ڪيو ته روشني هميشه لهرن جي صورت ۾ سفر ڪندي آهي. آئن اسٽائن روشنيءَ جي رفتار ۽ رُخ متعلق جيڪي نظريا پيش ڪيا، اهي ئي سندس بنيادي سڃاڻپ بڻيا. 1905ع ۾ پنهنجو مشهور "اضافت جو نظريو" پيش ڪيائين. 1909ع ۾ آئن اسٽائن کي زيورچ يونيورسٽيءَ ۾ غير معمولي پروفيسر جو عهدو ڏنو ويو ڪجهه وقت پراگ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر رهيو 1913ع ۾ هن کي فزيڪل انسٽيٽيوٽ جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. آئن اسٽائن اهو اڪيلو سائنسدان آهي، جنهن فزڪس جو بهترين نظريو (theory) پيش ڪيو ۽ ملندڙ انعام (5000 آمريڪي ڊالر) وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. آئن اسٽائن فزڪس کان سواءِ ڪيمسٽريءَ جو به ماهر هو انهيءَ علم ۾ هن مادي کي توانائيءَ ۾ تبديل ڪرڻ جو نظريو دريافت ڪيو سندس خدمتن جي مڃتا طور ڪيمسٽريءَ جي دريافت ڪيل 99 عنصرن جو نالو آئن اسٽائن جي نالي تي "آئن اسٽلاڪر" رکيو ويو 1922ع ۾ هن کي فزڪس تي نوبل انعام مليو

آئن اسٽائن يهودي هئڻ جي باوجود هڪ آزاد خيال انسان هو ۽ ٻئي طرف ڪيس پوري دنيا ۾ شهرت ملي رهي هئي. برلن يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ٿي هو ته 1923ع ۾ جرمنيءَ تي نازي پارٽيءَ جو قبضو ٿيو جرمنيءَ جي بنياد پرست ماڻهن سندس مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي. نازين هن جي جائداد ۽ يونيورسٽيءَ واري نوڪريءَ سان گڏ جرمنيءَ جي شهريت به ختم ڪري ڇڏي. آخر آئن اسٽائن جرمنيءَ کي الوداع چئي، آمريڪا جي شهر نيوجرسيءَ جي شهر پرنسٽن (USA) ۾ وڃي رهيو

1939ع ۾ هن آمريڪا جي صدر روزويلٽ کي هڪ خفيه خط لکيو جنهن ۾ هن ٻڌايو ته ائٽم بم ڪيئن تيار ڪيو وڃي. 1940ع ۾ آئن اسٽائن کي آمريڪا جي خاص قانون مطابق "آمريڪي مڃتا" ڏني وئي. جلد ئي کيس مئٿميٽڪس (علم رياضيءَ) جي اداري جو سربراهه مقرر ڪيو ويو 1950ع ۾ هن unified field وارو نظريو پيش ڪيو "مادي جي طاقت ۾ تبديليءَ" واري عمل جي نتيجي ۾ ائٽم بم ٺهيو 6 آگسٽ 1945ع تي ان کي جپان جي شهر ناگاساڪيءَ تي ڪيرايو ويو جنهن ۾ 60 هزار ماڻهو مئا ۽ هڪ لک انسان زخمي ٿيا. هن دردناڪ واقعي تي آئن اسٽائن کي زبردست ڌڪ پهتو هن کي اها توقع هئي ته ائٽمي توانائيءَ کي انساني بهتريءَ لاءِ ڪتب آندو ويندو 1952ع ۾ آئن اسٽائن کي اسرائيل جي صدارت جي پيشڪش ڪئي وئي. پر هن اها قبول نه ڪئي.

آئن اسٽائن ويهين صديءَ جو وڏو ذهين انسان هو ڪيترين ئي نامور شخصيتن جي چوڻ موجب: "سڄي دنيا وارن جا دماغ هڪ طرف ۽ آئن اسٽائن جو دماغ ٻئي طرف". بقول شيخ اياز: "ڪروڙين هنثر گڏ ٿين، تڏهن به آئن اسٽائن جهڙو دماغ پيدا نه ڪري سگهندا." آئن اسٽائن جا نظريا اڄڪلهه جا سائنسدان پاڻ لاءِ مشعل راهه سمجهندا آهن ۽ انهيءَ بنياد تي ئي فزڪس ۾ نوان تجربا ڪيا پيا وڃن هن 18 اپريل 1955ع تي آمريڪا جي پرنسٽن شهر ۾ وفات ڪئي.

**آئون اوهان جو آهيان** (ڪتاب): مرحوم واجد منگيءَ جي شاعريءَ جو هي! مجموعو 1994ع ۾ ڊيمي سائيز جي 158 صفحن تي ڇپيل آهي، جنهن جي قيمت 50 رپيا آهي. شاعر هيءَ ڪتاب پاڻ نواز پرنٽنگ پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب تي ڊاڪٽر اياز قادري، ڪيهر شوڪت جا تاثرات جڏهن ته تفصيلي مهاڳ خود ليکڪ لکيو آهي هن شعري مجموعي ۾ واجد جا نثري نظم، آزاد نظم، وايون ۽ غزل شامل آهن ڪتاب جو پيش لفظ رزاق مهر لکيو آهي.

**آئين**: ڪنهن به طرز حڪومت يا سياسي نظام جي اصولن ۽ ضابطن کي آئين يا دستور چوندا آهن. آئين ڪنهن رياست جو در اصل سڀ کان مٿانهون بنيادي قانون هوندو آهي. ان مطابق حڪومت جي جوڙجڪ ۽ تنظيم وجود ۾ ايندي آهي. حڪومت جي مختلف شعبن (ادارن) ۾ انهن جي اختيارن جو ڇڙو تعين ٿيل هوندو آهي. آئين ساڳئي وقت رياست ۽ ان جي شهرين جا پاڻ ۾ لاڳاپا توڙي فرض به طئي ڪري ٿو يوناني ڏاهي ارسطو آئين کي هڪ اهڙو قانون سڏيو آهي، جنهن مطابق ڪنهن رياست ۽ ان جي شهرين جي هڪ ٻئي سان تعلق جو تعين ٿئي ٿو هڪ ٻئي مفڪر آسٽن موجب آئين هڪ اعلى ۽ برتر ضابطو آهي، جيڪو حڪومت جي جوڙجڪ کي واضع ڪري ٿو آئين سماج ۾ نظم ۽ ضابطو برقرار رکڻ ۽ ان ۾ تبديلي آڻڻ جو قانون آهي.

آئين ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙو آئين اڻ لکيل جيئن برطانيا جو آئين آهي اهو سياسي روايتن تي ٻڌل آهي ٻيو قسم لکيل آئين جو آهي جيئن آمريڪا، پاڪستان ۽ ڀارت وغيره جا آئين آهن جيڪي باقاعده جوڙيا ويا ۽ لکت ۾ آندا ويا. بنيادي طرح آئين جي تاريخ اوتري ئي پراڻي آهي، جيترو سياسي نظام يا حڪومت جي آهي. مختلف تنظيمن ۾ سياسي جماعتن جا به آئين هوندا آهن.

**پاڪستان جو آئين**: پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پاڪستان آزاديءَ هند 1947ع جي حڪمنامي تحت گورنمينٽ آف انڊيا جي 1935ع واري ايڪٽ ۾ ڪجهه ترميمون ڪري ان کي عبوري آئين طور لاڳو ڪيو ان کي ملڪ جي پهرين عبوري آئين جو نالو ڏنو ويو




پاڪستان جي ٺهڻ کان ٽي ڏينهن اڳ 11 آگسٽ 1947ع تي اجلاس ڪراچي ۾ ٿيو جنهن جي صدارت عبوري حڪومت جي قانون واري وزير جوگيندر ناٿ منڊل ڪئي سندس تعلق بنگال سان هو ۽ هو هندو شيڊيولڊ ڪاسٽ جو هو هن اجلاس ۾ قائداعظم کي ان جو صدر چونڊيو ويو. 11 سيپٽمبر 48ع تي قائداعظم جي وفات بعد مولوي تميزالدين کي قومي اسيمبلي جو صدر چونڊيو ويو

**قرارداد مقاصد**: آئين سازي ۾ آگسٽ 1947ع کان 1948ع تائين ڪا پيش رفت نه ٿي سگهي. مارچ 1949ع ۾ وزيراعظم لياقت علي خان ملڪ جي پهرين آئين ساز اسيمبلي مان قرارداد مقاصد منظور ڪرائي ورتي. هن ٺهراءَ جو تت هن ريت هو

1. سموري ڪائنات جي حڪومت الله کي حاصل آهي ۽ ان جي طرفان پاڪستاني عوام کي جيڪي اختيار سپرد ڪيا ويا آهن، سي ان وٽ مقدس امانت آهن جن کي الله تعالىٰ پاران مقرر حدن ۾ رهندي استعمال ڪيو ويندو.
2. پاڪستان جو طرز حڪومت وفاقي هوندو.
3. رياست ۾ حڪمراني جو اختيار عوام جي نمائندن ذريعي استعمال ڪيو ويندو.
4. آئين ۾ جمهوريت، مساوات، رواداري، سماجي انصاف جا اصول اسلام جي عين مطابق هوندا.

5. اقليتن جي حقن جو تحفظ ۽ کين مذهبي ۽ ثقافتي آزادي هوندي.
6. پاڪستان جي شهرين کي بنيادي حقن جي ضمانت حاصل هوندي.
7. پاڪستان ۾ عدليه مڪمل طور آزاد ۽ خودمختيار هوندي.
8. پاڪستان جي آزادي ۽ سلامتيءَ جو تحفظ ڪيو ويندو.

هن ٺهراءَ کي آئين ۾ دين جي طور شامل ڪرڻ منظور ڪيو ويو. هن ٺهراءَ بعد اها ڳالهه سامهون آئي ته ايندڙ آئين اسلامي نوعيت جو هوندو.

**بنيادي اصولن واري ڪميٽي:** قرارداد مقاصد جي منظوري کان پوءِ 12 مارچ 1949ع تي مولوي تميز الدين خان جي اڳواڻي ۾ 24 ميمبرن تي ٻڌل هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي، جيڪا "بنيادي اصولن واري ڪميٽي" سڏجي ٿي. هن ڪميٽيءَ کي قرارداد مقاصد جي روشنيءَ ۾ پاڪستان لاءِ آئين جا بنيادي اصول طئي ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. بنيادي اصولن واري ڪميٽيءَ آئين جي بنيادي ڍانچي جي تياري لاءِ ٽي سب ڪميٽيون ٺاهيون. 1- وفاق ۽ اختيارن جي ورڇ واري ڪميٽي، 2- عدليه بابت سب ڪميٽي 3- حق رائدهي بابت سب ڪميٽي. انهن کان علاوه هڪ خاص سب ڪميٽي پڻ قائم ڪئي وئي، جنهن کي تعليمات اسلامي جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. اها ڪميٽي اسلامي عالمن تي ٻڌل هئي. هن ڪميٽيءَ ۾ مولانا سيد سليمان ندوي، مفتي محمد شفيع، پروفيسر عبدالخالق مفتي، جعفر حسين، ڊاڪٽر حميد الله ۽ مولانا ظفر احمد انصاري شامل هئا. هن ڪميٽيءَ جو ڪم اهو هو ته قرارداد مقاصد ۽ ٻين سب ڪميٽين جي پيش ڪيل معاملن تي پنهنجي راءِ ڏين.

پاڪستان جي آئين سازيءَ جي تياريءَ جي واٽ ۾ بي شمار مشڪلاتون آڏو هيون. ان ۾ هيٺيون وڌيڪ قابل ذڪر هيون.

ملڪ جي ٻن حصن اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جي وچ ۾ هڪ هزار ميلن جو مفاصلو هو. ٻيو اهم مسئلو نبيرڻ ضروري هو ته آئين وفاقي طرز جو هجي يا وحداني ۽ اهو به ته صوبن کي ڪهڙا اختيار ڏنا وڃن. اوڀر پاڪستان جي آبادي، اولهه پاڪستان جي سمورن صوبن جي آباديءَ کي ملائڻ بعد به وڌيڪ هئي. ملڪ ۾ هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهايون ۽ لکيون وڃن ٿيون. ان مسئلي کي حل ڪرڻ به ضروري هو.

انهن ڪميٽي 7 سيپٽمبر 1950ع تي عبوري رپورٽ پيش ڪئي. ان رپورٽ ملڪ جي مجوزه آئين ۾ قانوني پارليامينٽ لاءِ ٻه ايوان تجويز ڪيا. هڪ ايوان ۾ وفاق ۾ شامل وحدتن کي نمائندگي ڏيڻي هئي. جڏهن ته ٻيو ايوان عوام جي سڌن ووٽن جي ذريعي ٺاهڻو هو. ٻنهي ايوانن ۾ اختلاف، صدر جي چونڊ ۽ ان جي معزولي ۽ بجيٽ جي منظوري لاءِ ٻنهي ايوانن جو گڏيل اجلاس ٿيڻ ضروري هو. ٻنهي ايوانن لاءِ برابريءَ جا اختيار تجويز ڪيا ويا. ڪميٽيءَ اها به رٿ ڏني ته ڪابينا ٻنهي ايوانن آڏو جوابده هجي.

رپورٽ تي اوڀر پاڪستان ۾ هنگاما ٿيا. اوڀر پاڪستان جي رهواسين کي خدشو هو ته جيڪڏهن رپورٽ تي عمل ٿيو ته سندن اڪثريت اقليت ۾ تبديل ٿي ويندي. اوڀر پاڪستان جي سياستدانن ان سوال تي احتجاج ڪيو ۽ ان ۾ بنيادي تبديلين تي زور ڀريو ويو. ان ڪري لياقت علي خان 21 نومبر 1950ع تي ان رپورٽ تي غور ملتوي ڪري ڇڏيو ۽ نئين سر تجويزون ڏيڻ لاءِ چيو.

اهڙي طرح آئين ساز اسيمبلي نيون تجويزون گهرايون. هڪ سب ڪميٽي انهن تجويزن تي غور ڪرڻ لاءِ مقرر ڪئي وئي. انهن تجويزن تي ٻڌل ٻيو مسودو 22 نومبر 1952ع تي خواجه ناظم الدين آئين ساز اسيمبلي ۾ پيش ڪيو. هن مسودي ۾ به رٿيل قانونيه لاءِ ٻه ايوان تجويز ڪيا ويا هئا. مٿئين ايوان (اپر هائوس) جي ميمبرن جو تعداد 120 رکيو ويو. اوڀر پاڪستان مان 60 ۽ باقي اولهه پاڪستان جي سمورن صوبن مان چونڊڻا هئا. هيٺئين ايوان (لوئر هائوس) لاءِ 400 ميمبر ٿيڻا هئا. جن مان 200 اوڀر پاڪستان مان ۽ باقي 200 سرحد، بلوچستان، پنجاب، بهاولپور ۽ قبائلي علائقن مان چونڊجڻا هئا. ٻئي مسودي ۾ لوئر هائوس کي اصل اختيار سونپيا ويا هئا ۽ اپر هائوس جي حيثيت رڳو مشاورتي ايوان جي هئي. سمورا مالي بل به لوئر هائوس ۾ پيش ٿيڻا هئا.

هن فارمولا ۾ به اوڀر پاڪستان ۽ اولهه پاڪستان جي مختلف صوبن جي وچ ۾ مساوات جو فارمولو اختيار ڪيو ويو. ۾ هن پيري ان تي پنجاب اعتراض ڪيو ۽ باقي صوبن تي اوڀر پاڪستان جي دائمي بالادستي قائم ٿيڻ جو خدشو ڏيکاريو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو ان رپورٽ تي به غور اڻ ڄاڻايل مدي تائين ملتوي ڪيو ويو. هاڻي هڪ طرف ملڪ ۾ آئيني تعطل پيدا ٿي ويو هو ٻئي طرف صوبا وڌيڪ زور و شور سان اختيار گهرڻ لڳا هئا. جيڪو محمد علي بوگرا فارمولا سڏجي ٿو.

لياقت علي خان جي قتل کان پوءِ خواجه ناظم الدين وزيراعظم مقرر ٿيو. سندس تعلق بنگال سان هو. گورنر جنرل غلام محمد کي خدشو ٿيو ته خواجه ناظم الدين جون همدرديون اوڀر پاڪستان جي عوام سان نه ٿي وڃن. تنهن ڪري غلام محمد خواجه ناظم الدين جي حڪومت غير آئيني طريقي سان ختم ڪري محمد علي بوگرا کي آمريڪا مان گهرائي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو.

**بوگرا فارمولا:** محمد علي بوگرا ڇهن مهينن اندر يعني آڪٽوبر 53ع تي اسيمبليءَ آڏو آئيني فارمولا پيش ڪيو جيڪو بوگرا فارمولا سڏجي ٿو. هن فارمولا تحت قانونيه جا ٻه ايوان تجويز ڪيا ويا. اپر هائوس جي ميمبرن جو تعداد 50 مقرر ڪيو ويو ۽ ان ۾ پنجن يونٽن کي هڪ جيتري نمائندگي ڏني وئي. هن فارمولي جي قابل ذڪر ڳالهه اها آهي ته ان ۾ برابريءَ وارو اصول برقرار رکيو ويو. جيڪڏهن ٻنهي ايوانن جو گڏيل اجلاس گهرايو وڃي ته اتي اوڀر پاڪستان مان 175 ۽ اولهه پاڪستان مان به اوترائي ميمبر هجن ها. هن فارمولي ۾ ٻنهي ايوانن لاءِ هڪ جيترا اختيار رکيا ويا.

آئين سازي آڏو اهو مسئلو درپيش هو ته پاڪستان جي آئين ۾ مرڪز بااختيار هجي يا صوبن کي وڌ ۾ وڌ صوبائي خودمختياري ڏني وڃي. ان ڳالهه تي اختلاف راءِ موجود هو. اوڀر پاڪستان وڌ ۾ وڌ صوبائي خودمختياريءَ جو خواهشمند هو. جيڪي گروپ صوبائي خودمختياريءَ جا حامي هئا. انهن جي راءِ هئي ته مرڪز کي رڳو ٽي کاتا (پرڏيهي معاملا، بچاءُ ۽ ڪرنسي) ڏنا وڃن. باقي سمورا اختيار صوبن کي ڏنا وڃن. ان جي ابتڙ جيڪي ماڻهو مضبوط مرڪز جا حامي هئا. تن جو خيال هو ته عصبيت ختم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته مرڪز بااختيار ۽ سگهارو هجي. انهن ٻن متضاد خيالن مان هڪ ٽين راهه ڪڍي وئي. اختيارن کي ٽن حصن يعني مرڪزي، صوبائي، گڏيل لسٽ ۾ ورهايو ويو. مرڪز کي پرڏيهي معاملا، ڪرنسي، بئنڪنگ، مواصلات، پرڏيهي واپار جا کاتا ڏنا ويا. مرڪز کي ڏنل اختيارن جو تعداد 48 هو جڏهن ته ٽي اختيار گڏيل هئا. زبان جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ اردو ۽ بنگالي ٻنهي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيڻ جي رٿ ڏني وئي.

**1956ع جو آئين:** پهرئين آئين ساز اسيمبليءَ جي خاتمي کان پوءِ 23 جون 1955ع تي نئين آئين ساز اسيمبلي چونڊي وئي. چوڌري محمد علي ملڪ جو وزيراعظم چونڊجي ويو. هن اسيمبلي پنهنجي افتتاحي اجلاس ۾ اولهه پاڪستان جي صوبن جي حيثيت ختم ڪري ون يونٽ ٺاهيو. ون يونٽ جو مقصد اوڀر پاڪستان (بنگال) جي اڪثريت کي ختم ڪري اولهه پاڪستان جي برابر ڪيو ويو. ان سان هڪ طرف بنگال کي نقصان ٿيو ته ٻئي طرف اولهه پاڪستان جي صوبن کي به خاص طور تي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان کي به وڏو نقصان ٿيو. چيو وڃي ٿو ته ون يونٽ جو مسودو حسين شهيد سهرورديءَ ٺاهيو هو. جيڪو 30 سيپٽمبر 1955ع تي عمل ۾ آيو. چوڌري محمد علي کي نئين آئين لاڳو ڪرڻ جي ڏاڍي تڪڙ هئي. 9 جنوري 1956ع تي اهو آئين اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو ويو. 29 فيبروري 1956ع تي پاس ڪيو ويو ۽ گورنر جنرل جي منظوريءَ بعد 23 مارچ 1956ع تي لاڳو ڪيو ويو.

**1956ع جي آئين جون خاص ڳالهيون:** 1956ع جو آئين وڏي حد تائين اسلامي هو مثلاً ان ۾ هي شقون به شامل هيون:

1. ملڪ جو صدر لازمي طور مسلمان هوندو.
2. قرآن ۽ سنت جي منافي قانون سازي نه ڪئي ويندي.
3. موجوده غير اسلامي قانونن کي مرحليوار اسلامي سانچي ۾ آندو ويندو.

هي آئين وفاقي سڏجي ٿو پر اهڙو وفاق جيڪو ٻن صوبن اولهه ۽ اوڀر پاڪستان تي ٻڌل هو ۽ ان ۾ باقي صوبن سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب جي ڌار ڌار ڪا به بنيادي حيثيت نه هئي. صدر کي هنگامي حالتن ۾ بنيادي حق معطل ڪرڻ جو اختيار ڏنل هو مرڪز کي اهڙا اختيار ڏنا ويا جو هو انتظامي ۽ قانون سازيءَ ذريعي صوبن جي اختيار تي ڪنٽرول ڪري سگهي. انهيءَ ۾ وڏي حد تائين صوبن جا اختيار گهٽايا ويا. ملڪ کي اسلامي جمهوريه پاڪستان جو نالو ڏنو ويو بظاهر حق بالغ دهي کي مڃيو ويو هو پر بنگال جي اڪثريت کي نه مڃيو ويو هو اردوءَ سان گڏ بنگالي کي به قومي زبان جي حيثيت ڏني وئي.

بنگال جي اڪثريت واري پوزيشن ۽ اولهه پاڪستان جي صوبن جي حيثيت ختم ٿيڻ تي ملڪ جي ٻنهي حصن ۾ احتجاج ۽ سياسي پيچ ياهه شروع ٿي. چوڌري محمد علي، ڪانپور حسين شهيد سهروردي وزيراعظم ٿيو پر سندس حڪومت ڪل 13 مهينا هلي. اسماعيل ابراهيم چندريگر 1957 ۾ گڏيل حڪومت ٺاهي. جيڪا رڳو 54 ڏينهن هئي. گورنر جنرل غلام محمد جي بيماري جو فائدو وٺندي اسڪندر مرزا صدارت تي قبضو ڪيو.

**1962 وارو آئين:** جنرل ايوب خان جو ڏنل آئين. ان جي بنيادي خصوصيت اها هئي ته ان ۾ صدارتي طرز حڪومت رائج ڪئي وئي هئي ۽ ماڻهن کي سڌي ووٽ جو حق نه ڏنو ويو هو. هن آئين جي آرٽيڪل هڪ ۾ پاڪستان کي اسلامي جمهوريه جي بدران رڳو جمهوريه پاڪستان لکيل هو بعد ۾ اسلام پسند جماعتن طرفان اعتراض وارڻ تي هڪ ترميم ذريعي ملڪ کي اسلامي جمهوريه پاڪستان جو نالو ڏنو ويو. ڪنهن به قانون کي اسلامي يا غيراسلامي قرار ڏيڻ لاءِ مشاورتي ڪائونسل جوڙي وئي. ملڪ ۾ صدر لاءِ مسلمان هجڻ لازمي قرار ڏنو ويو. ملڪ جي صدر، اسيمبليءَ توڙي ميمبرن کي بنيادي جمهوريتن جي 80 هزار ميمبرن ذريعي اڻ سڌي طرح چونڊڻ جو سرشتو جوڙيو ويو. ملڪ جي ٻنهي صوبن کي 80 هزار يونٽن ۾ ورهايو ويو هن آئين ۾ صدر کي غير معمولي اختيار ڏنا ويا ۽ مرڪزي وزيرن جي مقرري، اعليٰ فوجي عهدن، گورنر، ايڊووڪيٽ جنرل، سپريم ڪورٽ، هاءِ ڪورٽ جي ججن جي مقرري، قومي ماليات ڪميشن جا ميمبر مقرر ڪرڻ وغيره جا اختيار به صدر کي ڏنا ويا. صدر کي قومي اسيمبليءَ جو اجلاس سڏائڻ ۽ ان کي ٽوڙڻ جا به اختيار حاصل هئا. ڪجهه بل اهڙا هئا جيڪي صدر جي اڳواٽ منظوريءَ بنا قومي اسيمبليءَ آڏو پيش نه ٿي سگهيا. صدر کي اسيمبليءَ مان پاس ڪيل ڪنهن به بل کي ويٽو ڪرڻ جو اختيار هو ۽ اهو اختيار آمريڪي صدر کي مليل اختيارن کان به وڌيڪ هو.

نئين آئين ۾ ون يونٽ کي برقرار رکيو ويو. قانون‌ سازي جو رڳو هڪ ايوان قومي اسيمبليءَ ۾ ٿي هو ان جي ميمبرن جو تعداد 156 هو ۽ اولهه ۽ اوڀر پاڪستان لاءِ هڪ جيترا ميمبر رکيا ويا. جن جي چونڊ اڻ سڌن ووٽن يعني بنيادي جمهوريت جي ميمبرن جي ذريعي ٿيندي هئي.

صدر ايوب جو ڏنل هي آئين 8 جون 1962ع تي لاڳو ٿيو 29 مارچ 1969ع تي رد ٿي ويو جڏهن سندس خلاف تحريڪ هلي ته سندس حڪومت وڃڻ سان گڏ هي آئين به هليو ويو ۽ جنرل يحيٰ خان ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري ڇڏي.

**1973ع وارو آئين:** پاڪستان جي آئيني تاريخ ۾ جاگرافي ۽ بنگالين جي اڪثريت ڏاڍي پيچيده بڻيل هئي. ڊسمبر 1971ع ۾ بنگلاديش ٺهڻ بعد به اهي به پيچيدگيون دور نه ٿي سگهيون. نئين پاڪستان ۾ وري پنجاب وڏو صوبو هو جنهن جي ڪل آبادي باقي ٽنهي صوبن کان وڌيڪ هئي. ان ڪري پنجاب هڪ ماڻهو هڪ ووٽ جو حق (حق بالغ راءِ دهي) مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويو پر ننڍن صوبن کي اختيار ڏيڻ لاءِ تيار نه هو هن پاڪستان جي چئني صوبن ۾ ڌار ڌار نسل ۽ زبان ڳالهائيندڙ رهواسي هئا. ان ڪري زبان ۽ اختيارين جي ورهاست وارو سوال جيئن جو تيئن رهيو. اٽڪل 15 سالن کان وڌيڪ عرصو زوريءَ مڙهيل ون يونٽ به وڌيڪ پيچيدگيون پيدا ڪيون. پاڪستان جي معيشت ۽ سياست ۾ اسلام جو رول ڪهڙو هجي. ان جو تعين ڪرڻ به مشڪل ٿي ويو اهو مونجهارو شروع وارن سالن ۾ به هو پر بنگال جي الڳ ٿيڻ کان پوءِ وڌيڪ شدت اختيار ڪري ويو ڇاڪاڻ جو مذهبي جماعتون هميشه اوڀر پاڪستان جي پيٽ ۾ اولهه پاڪستان ۾ وڌيڪ سرگرم ۽ فعال رهيون هيون. يحيٰ خان ون يونٽ ختم ڪري يعني صوبا بحال ڪري چڪو هو. هاڻي پنجاب هڪ پاسي هو ته باقي ٽي صوبا يعني سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ٻئي پاسي هئا. انهن ٻن مونجهارن سان گڏ ٽيون مونجهارو اهو هو ته صدر جو ڪهڙو ڪردار هجي. ذوالفقار علي ڀٽو صدر ۽ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مقرر ٿيو هو پر هو چونڊيل نمائندو هو ان ڪري هن ان اسيمبليءَ سان رجوع ڪيو. جيڪا 1970ع وارين چونڊن ۾ چونڊجي آئي هئي. بنگال جي ڌار ٿيڻ بعد اولهه پاڪستان ئي بطور پاڪستان هو ان ڪري اولهه پاڪستان جي چئني صوبن سان واسطو رکندڙ ميمبرن تي ٻڌل قومي اسيمبلي هئي. هي پاڪستان جي نئين آئين ساز اسيمبلي هئي. جنهن ۾ پيپلز پارٽيءَ کي اڪثريت حاصل هئي.

اسيمبلي کي نئون آئين ٺاهڻ ۾ ڇهه مهينا لڳا. هن آئين ٺاهڻ ۾ سنڌ جي مشهور قانوندان ۽ پيپلز پارٽيءَ جي رهنما حفيظ پيرزادي جون ڪوششون شامل هيون ڀٽي صاحب جي ڪوشش سان پيپلز پارٽي ۽ ملڪ جي ٻين اهم جماعتن جي وچ ۾ مفاهمت ٿي وئي. 20 آڪٽوبر تي سمورين جماعتن جي اتفاق راءِ سان هڪ نئون آئين جوڙيو ويو. جنهن مطابق وفاقي پارليامينٽ ٻن ايوانن تي ٻڌل هئي. آئين ۾ ملڪ کي فيڊريشن مڃيندي صوبن کي به ڪجهه اختيار ڏنا ويا. حڪومت جو سرشتو صدارتي جي بدران پارلياماني رکيو ويو جنهن ۾ وزيراعظم ۽ قومي اسيمبلي کي اختيار وڌيڪ هئا. صدر جي حيثيت علامتي رکي وئي. ملڪ جي قيام جي 26 سالگره تي، 14 آگسٽ 1973ع ۾ اهو آئين لاڳو ٿي ويو بعد ۾ جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ ڪجهه ترميمون ڪيون ويون. جنرل ضياءُ الحق ۽ پوءِ جنرل پرويز مشرف جڏهن ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري آئين معطل ڪيو ته انهن پنهنجا عبوري آئيني حڪم جاري ڪيا ۽ آئين بحال ٿيڻ تي ان ۾ ترميمون ڪيون. هن وقت 1973ع وارو آئين سترهين ترميم سان ملڪ ۾ لاڳو آهي.

**آئين اڪبري** (ڪتاب): "آئين اڪبري" شهنشاهه اڪبر جي نون رتنن مان هڪ رتن ابوالفضل جو مرتب ڪيل ڪتاب آهي. جيڪو هن 1597ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ شهنشاهه اڪبر جي حڪومت جي انتظام جو تفصيل ڏنل آهي ۽ هندستان جي ماڻهن جي عقيدن بابت بحث ڪيل آهي. هن ئي ڪتاب ۾ ابوالفضل سنڌ جي مشهور راڳ "ڪافيءَ" ۽ برهانپور ۾ ڪافيءَ کي مقبول بڻائيندڙ بزرگ "لاڏجتي" جو به ذڪر ڪيو آهي. ابوالفضل (1551ع- 1602ع) اصل ۾ شهر سيوهڻ (سنڌ) جو ويٺل هو اڪبر بادشاهه جي دربار سان وابسته سنڌي عالم ابوالفضل جو لکيل ڪتاب "آئين اڪبري" اڪبري دور جي هر پهلوءَ تي سَنَدُ رکي ٿو هن جا ڪل ٽي جلد اردو ۾ آهن. جيڪي سنگ ميل پبليڪيشن لاهور وارن ڇپايا آهن. فارسي ۾ اصل ڪتاب جو ترجمو مولوي محمد فدا علي طالب ڪيو آهي. جلد ٻئي ۾ اڪبر جي دور جي موسيقي تي نهايت عالمانه بحث ڪيل آهي جنهن ۾ ان دور جا گويا، راڳيندڙ، رقاص

(وغيره) ۽ انهن جو ڏس پتو ڏنو ويو آهي. اڪبر جي موسيقي پروري بابت احوال رقم ٿيل آهي. ڪهڙيون راڳڻيون ۽ راڳ ڪنهن ۽ ڪڏهن ڳايا بابت ٻڌايو ويو آهي هن ڪتاب ۾ ٿي ٻڌايو ويو آهي ته ڪافي سنڌ جو راڳ آهي. (وڌيڪ ڏسو 'ابوالفضل').

**آئيندو** (ڪتاب): هي ڪتاب منظور جوکيي جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڊيمي سائيز رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 126 آهن. ڪاڇو پبليڪيشن ظرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 120 رپيا ڇاپايل آهي.

**آئين زندگي** (ڪتاب): هي ڪتاب سيد حافظ شاهه حسيني نگرائيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. هي ڪتاب ڪچي جلد سان 213 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت ٻه رپيا ڇاپايل اٿس. ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ آهي. هن جو پهريون ڇاپو 1955ع ۾ اسٽنڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپيو ۽ آر ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران شايع ٿيو.

**آئين ساز اسيمبلي**: آئين ٺاهيندڙ مجلس عوام جي چونڊيل ميمبرن تي مشتمل هوندي آهي. جڏهن ڪو نئون ملڪ وجود ۾ ايندو آهي يا ڪنهن ملڪ ۾ آئيني بحران ٿيندو آهي ته پوءِ ان ملڪ جو عوام، پنهنجي ملڪ لاءِ آئين يا نئون آئين تيار ڪرڻ لاءِ پنهنجا نمائندا چونڊيندو آهي. جن تي ٻڌل اسيمبلي "آئين ساز اسيمبلي" سڏبي آهي. جيڪا ملڪ جو آئين جوڙي، سڀني چونڊيل ميمبرن کان پاس ڪرائي، سڄي ملڪ ۾ نافذ ڪندي آهي. آئين ساز اسيمبلي رڳو ملڪ لاءِ آئين ٺاهي نافذ ڪندي آهي. جڏهن ته انتظاميا انهن قانونن تي عمل ڪرائيندي آهي. ڪن ملڪن ۾ آئين ساز اسيمبلي ۽ قانون ساز اسيمبلي ٻه جدا ادارا هوندا آهن. آئين ساز اسيمبلي فقط آئين تيار ڪندي آهي. جڏهن ته قانون ساز اسيمبلي مقرر مدي لاءِ چونڊيل نمائندن تي ٻڌل هوندي آهي. جيڪا وقت به وقت عوام جي فائدي لاءِ قانون تيار ڪندي آهي.

**آئينو ۽ تصوير** (ڪتاب): طنز و مزاح تي مشتمل هي ڪتاب غلام رسول ڪلهوڙي جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز رنگين ٽائيٽل ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 96 آهن. سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مئي 2002ع ۾ شايع ٿيو.

**آئينہ ايمان** (ڪتاب): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل هي مذهبي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي. جنهن ۾ 16 صفحا ۽ قيمت ٻه آنا ڇاپايل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1948ع ۾ عبدالرحيم اجميري صديقيءَ، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**آئينہ سڪندري** (ڪتاب): پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي احوال تي مشتمل هي ڪتاب بدرالدين انڙي جو لکيل آهي. هي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ پڪي جلد سان آهي. جنهن ۾ 118 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه روپيا ڇاپايل آهي. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مولوي محمد عظيم اينڊ سنز محمد پرنٽنگ پريس شڪارپور مان ڇپرايو.

**آئينہ قديم سنڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب شمس الدين رڪن الدين قريشيءَ جو لکيل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ جو هڪ ناياب ڪتاب آهي. جنهن ۾ پهريون پيرو 'نيرون ڪوٽ' کي 'ٺٽي ڀرسان ڪوٽ' ڄاڻايو ويو آهي ۽ ان جي حيدرآباد سان نسبت غلط ڄاڻائي وئي آهي. هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 279 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. آر ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد 1956ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو به ڇپيو آهي.

**آئينہ قصر گنجينہ خرد** (ڪتاب): هي ڪتاب فقير هدايت علي 'نازڪ' جو لکيل آهي. جيڪو هز هائينيس مير علي نواز خان 'ناز'، واليءِ خيرپور ميرس جي اردو رباعيات جو بامحاوره فارسيءَ ۾، منظوم ترجمو آهي. هن هي ڪتاب، سيپٽمبر 1935ع ۾ ترجمو ڪيو هو.

**آئيويٽا**: ٻوليءَ جي 'الف بي' جا اکر جن سان اُن جي هرهڪ آواز کي لکي سگهجي. يعني جن اکرن



۾ گهربل سڀ وينجن/ حرف صحيح ۽ سڀ سُر/ حرف علت موجود هجن. اهي اکر ڪنهن به لپيءَ يا اسڪرپٽ جا ٿي سگهن ٿا. جيئن انگريزيءَ جا اکر رومن لپيءَ جا آهن. هنديءَ جا اکر ديوناگري لپيءَ ۾ لکجن ٿا. سنڌي ٻوليءَ جي آئيويٽا يا الف، ب عربي لپيءَ کان ورتل آهن جنهن ۾ پ، گ ۽ چ فارسيءَ کان ورتا ويا آهن. آئيويٽا کي سنڌيءَ ۾ الف - بي' به چون ٿا.

**آيت**: آيت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي 'نشاني'. اهڙي نشاني، جيڪا تفسير ۽ تشريح کان سواءِ ئي سمجهه ۾ اچي. قرآن پاڪ جو هڪ جملو يا فقرو 'آيت' سڏبو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ 'آيت' لفظ قرآني حوالي سان استعمال ۾ اچي ٿو قرآن پاڪ ۾ 6666 آيتون آيل آهن.

**آية الڪرسي**: قرآن پاڪ جي ٽئين سيپاري 'تلڪ الرسل' ۾ سورة بقره جي آيت نمبر 255، جنهن ۾ لفظ 'ڪرسي' ڪم آيو آهي. تنهنڪري اُها 'آية الڪرسي' سڏجي ٿي. هن آيت ۾ الله تعاليٰ جون ڪي صفتون اثرائتي نموني بيان ٿيل آهن. حديث شريف ۾ هن آيت بابت وڏي فضيلت بيان ٿيل آهي. خاص ڪري خطري جي وقت ۾ پڙهڻ سان دل کي تقويت ملي ٿي. مسلمان گهڻو ڪري سمهڻ وقت هن آيت جو ورد ڪندا آهن. حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته جنهن مسلمان هر نماز بعد آية الڪرسي پڙهي، ان کي جنت ۾ وڃڻ کان ڪو به روڪي نه ٿو سگهي.

**آيرويد**: آيرويد لفظ جي معنيٰ آهي "زندگيءَ جو علم". هندي ٻوليءَ ۾ طب جي مشهور ڪتاب جو نالو. جنهن کي هندي طب جو پهريون ڪتاب چيو وڃي ٿو جيڪو ڌنوتريءَ نالي هڪ ناماياري طبيب تصنيف ڪيو هو. ڪن ڄاڻن جو خيال آهي ته اهو "آيرويد" جو خلاصو آهي. اصلاحي طور "آيرو ويد" کي "هندي علم طب" چيو ويندو آهي. آيرويدڪ علاج، خاص جڙي ٻوٽين ذريعي علاج جو طريقو آهي. يوناني طب به اُن مان مدد ورتي آهي. ماهرن جو خيال آهي ته يوناني طب جي تدوين 460 ق.م ڌاري حڪيم بقراط ڪئي. ساڳئي دور ۾ هندستان ۾ "چرڪ" نالي ويج آيرويدڪ کي تڪميل تي پهچائي چڪو هو. قديم هندستان ۾ آيرويدڪ طريقي علاج تي سوين ڪتاب لکيا ويا آهن. ڪن ڪتابن ۾ آيرويدڪ علاج کي ٽن کان پنج هزار سال پراڻو علاج جو طريقو ڄاڻايو ويو آهي. بهرحال آيرويدڪ علاج جا اهم مرڪز سنڌو ماٿريءَ جا موهن جو دڙو، ڪاشي ۽ ٽيڪسلا هوندا هئا.

**آيرويدڪ چڪتاسار** (ڪتاب): آيرويدڪ طب بابت ڪتاب هاسا رام لال چند شرما جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 184 صفحا لکيل آهن. ڇاپو پهريون، سال 1937ع ۾ پڌرو ٿيو.

**آبابيلُ:** پکيءَ جو هڪ قسم، جنهن جي ڇاتي اڇي، مٿو ۽ ڪنڌ ڳاڙهسرو، ڇهنب ننڍي، پَرَ ڏگهو ۽ شاخدار هوندو آهي. ننڍو جهرڪيءَ جيڏو، پر ڪارسرو. هيءُ پکي مٽيءَ جو آکيرو ٺاهي، ان اندر نرم ڪُنڀ وڇائي ڇڏيندو آهي. سج لٿي کان ٿورو اڳ ٻاهر نڪرندو آهي. نهايت تيز اُڏامندو آهي. سج لٿي مهل ڏسبو ته ابابيل هوا ۾ هڪ ٻئي پٺيان لهندا چڙهندا نظر ايندا. اهي تيز اُڏامندي اُڏامندي يڪدم ورا ٿي ويندا آهن. اُهين هو جيتن کي جهلڻ لاءِ ڪندا آهن.

ابابيل جهرڪيءَ جهڙي ٻولي ڪندو آهي. هو پنهنجو آکيرو اڪثر ڪري گهرن جي ڇڄن ۾ جوڙيندو آهي. هيءُ پکي پنهنجن ٻچن کي گهڻو پيار ڏيندو آهي. هن پکيءَ جو گذران جيتن تي هوندو آهي ۽ سخت سيءَ ۾ لڏپلاڻ ڪري گرم علائقن ۾ هليو ويندو آهي.

حڪيم چون ٿا ته طبي لحاظ سان ابابيل جو پڪل گوشت ڪيترين بيمارين کي فائدو ڏيندو آهي.

قرآن پاڪ ۾ هن پکيءَ جو ذڪر سورة 'الفيل' ۾ آيو آهي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته الله پاڪ ابابيلن جو ولر موڪلي، ابرهه جي لشڪر کي تباهه ڪري ڇڏيو.

ابابيل جا ڪجهه قسم هيٺ ڏجن ٿا.

**ابابيل ريگستاني** / *Riparia paludicola* / Plain (Indian) Sand Martin.



ريگستاني ابابيل 12 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿيندو آهي. ان جي ٻُٺي سرمائي ناسي، ڳچي، ڇاتي ۽ پيٽ ڦِڪل سرمائي کان اڇي رنگ جا آهن. پَرَ ۽ پڇ گهري ناسي رنگ جا هوندا اٿس. ميدانن ۾، وارياسين ٽڪرين يا درياهه جي ڪنڌين تي رهندو آهي.

**ابابيل ميرانجهڙو ننڍو** / *Ptyonoprogne fuligula* / Pale Crag Martin.

ٻٺ‌ڀلي ميري رنگ جو هيءُ ابابيل 13 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿئي ٿو. ان جو پيٽ اڇو ناسي، ڳچي ۽ ڳل اڇا ٿين ٿا.

**ابابيل ڳاڙهو سنهون نيرو** / *Hirundo rustica* / Barn or Common Swallow.

17 سينٽي ميٽر جسامت جو هي ابابيل هماليه کان آسام تائين نسل وڌائيندو آهي ۽ سياري ۾ وري ولر ٺاهي سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويندو آهي. اهي ولر عام طور تي گاهه جي ميدانن ۽ تارن تي ويٺل نظر ايندا آهن. جيڪي ڏينهن جي وقت پرپاسي جي ميدانن ۽ گيرائي علائقن ۾ خوراڪ لاءِ نڪرندا آهن. هي پکي ڍڳلو نه آهي ۽ عمارتن ۾ به آکيرا ٺاهيندو آهي.

**آباسين:** صوبي سرحد ۾ سنڌو درياهه کي 'اباسين' سڏيندا آهن. جنهن جو مفهوم آهي 'درياهن جو ابو'. سنڌو درياهه جا آفاقي شهرت رکندڙ جدا جدا ڪيترائي نالا آهن. شروعاتي حصي ۾ هن جو نالو 'اباسين'، وچئين حصي ۾، (جنهن ۾ اٽڪ ۽ ڪالاباغ به شامل آهي) 'نيلاب' ۽ آخري حصي ۾ 'مهراڻ' نالا اٿس. هن جو مجموعي نالو 'سنڌو درياهه' آهي. (تفصيل لاءِ ڏسو: "سنڌو درياهه").

**اُبَتَ ڪندڙي** (Prickly chaff flower): هيءُ ٻوٽو گهڻو ڪري سنڌ ۾ هرهنڌ ٿئي ٿو. هن ٻوٽي جي ڏارين ۾ قدرتي طرح اُبتا ڪنڊا ٿيندا آهن. انهيءَ نسبت سان ٻوٽي جو نالو به اُبت ڪندڙي پئجي ويو. فارسيءَ ۾ هن کي "خارثار" چوندا آهن. هن جو نباتاتي نالو Achyranthus aspera آهي. گهڻو ڪري هيءُ ٻوٽو پاڻيءَ ۽ پوسل وارين جاين جي ڪنارن تي ٿيندو آهي. باغن ۾ گهڻو ٿئي ٿو. هيءُ ٻوٽو اندازاً به فوٽ کن اوچو ٿيندو آهي. هرهڪ



ڏاريءَ جي چوٽيءَ ۾ ٽي انچ کن سنگ ٿيندو اٿس. جنهن ۾ ٻُرٽ وانگر ٻج ٿيندا آهن. جيڪي سنگ تي اُبتا لڳل هوندا آهن. هن ٻوٽي کي ٻڪريون ۽ اُٺ چاهه سان کائيندا آهن. حڪيم ان لاءِ چون ٿا ته هن ٻوٽي کي گهوٽي پائي ڪري پيارجي ته طبي لحاظ کان رت جي صفائي، خارش ۽ ڦٽن ڦُرڙين ۽ ٻين خرابين لاءِ مفيد آهي.

**اُبَٽڻُ / اُبٽڻ:** شاديءَ جي رسم ۾ ڪنوار جي بدن کي مهٽڻ لاءِ خوشبودار اٽو يا ٿرهي جوري. اُبٽڻ ڪِن هنڌن تي ماٿهه جي اٽي، ٻيسڻ يا ميدي ۾ خوشبوءِ ملائي ٺاهين ٿا. اُهو وِنواهه وقت ڪنوار جي جسم تي شاديءَ کان اڳ گهٽ ۾ گهٽ ست ڏينهن لڳائبو آهي. اُبٽڻ لڳائڻ سان ڪنوار جي بدن ۾ سونهن ۽ سرهاڻ پيدا ٿيندي آهي.

**اَبجدَ:** الفابيٽ (Alphabet) عربي، فارسي ۽ سنڌي جي ابتدائي اکرن يعني ا،ب،ج، د جو مرڪب. حروف تهجي. هر زبان جا اهي بنيادي حروف آهن جن جي مدد سان لفظ جوڙيا ويندا آهن. قديم زماني ۾ فن تحرير جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين مطلب جي اظهار لاءِ تصويرون ٺاهيون وينديون هونديون هيون. رفته رفته انهن تصويرن جا مختصر اشارا ٺاهي حرفَ جوڙيا ويا. هر حرف گويا هر آواز جي هڪ تصوير آهي. حروف ابجد جي ايجاد جو سهرو فونيقي قوم جي سرتي آهي، جنهن سڀ کان پهرين هي حرفَ مرتب ڪيا هئا. فونيقي لوڪن کي سنڌ جو ماهر آثار قديمه مرحوم تاج صحرائي 'پڻي لوڪ' سڏي ٿو جيڪي اهم رسم الخط اڳاٽي سنڌ مان کڻي ويا هئا. بعد ۾ جاپان ۽ چين کان سواءِ ٻين قومن انهن کي پنهنجي ضرورت مطابق استعمال ڪيو. يورپ ۾ لاطيني حروف ابجد رائج آهن جيڪي قديم حرفن ٺان اخذ ڪيا ويا آهن. لاطيني زبان ۾ الف کي الفا ۽ ب کي بيٽا چوندا آهن اهڙي طرح الفا ۽ بيٽا کي ملائڻ سان الفابيٽ ٿي ويو. عربي زبان جا حروف ابجد به فونيقي ٿي ٺان اخذ ڪيا ويا آهن. عرب ۽ فونيقي سامي نسل سان تعلق رکندڙ آهن. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جنهن رسم الخط ۾ شاهه حبش کي خط تحرير ڪيو هو انهيءَ ۾ ۽ فونيقي رسم الخط ۾ گهري مشابهت نظر اچي ٿي. عربي زبان جا 29 حروف ابجد آهن. فارسي جا 32، سنڌي جا 52 ۽ اردوءَ جا 37 حروف ابجد آهن.

ڳڻيتي جي ترتيب موجب عربي الف- بي جا اُٺ لفظ. انهن اٺن لفظن مان پهريون لفظ جنهن مان عام طور تي عرب پنهنجي الفابيٽ مراد وٺندا آهن. عربي زبان جي 28 الفابيٽ وارن اکرن کي انن لفظن ۾ هيٺين ورهايو ويو آهي:
ابجد، هَوز، حطي، ڪَلَمَن، سَعفَص، قرشت، ثخذ، ضظغ.

انهيءَ سلسلي جي پهرين ڇهن لفظن ۾ فونيقي ٻوليءَ جي الفابيٽ جي اکرن جي ترتيب آهي ۽ باقي ٻويان به لفظ خالص عربي ٻوليءَ جي اکرن تي مشتمل آهن. عربن، يونانين وانگر هر اکر جي ترتيبوار، هڪ عددي قيمت مقرر ڪري ڇڏي هئي:

| | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ا | ب | ج | د | ه | و | ز | ح | ط | ي |
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 |
| ڪ | ل | م | ن | س | ع | ف | ص | ق | ر |
| 20 | 30 | 40 | 50 | 60 | 70 | 80 | 90 | 100 | 200 |
| ش | ت | ث | خ | ذ | ض | ظ | غ | | |
| 300 | 400 | 500 | 600 | 700 | 800 | 900 | 1000 | | |

انهن عددي قيمتن جي استعمال ۽ حساب کي 'جمل' سڏيندا آهن. مثلاً موت جي تاريخ جا ماده ڪڍڻ، ڪتابن جي لکڻ جون تاريخون، عمارتن جي اڏاوتن جون تاريخون وغيره ڪڍڻ لاءِ انهن اکرن مان مدد ورتي ويندي آهي.

**اَبدالي:** پٺاڻن جو هڪ قبيلو جيڪو اڳ 'ابدالي' جي نالي سان مشهور هو. ابدالي قبيلي جا چار پاڙا (محمد زئي، فاضل زئي، بارڪ زئي ۽ آلڪ زئي) آهن. پر هاڻي ابدالي 'دراني' جي نالي سان مشهور آهن. ابدالي قنڌار جي علائقي جا رهاڪو هئا. جيڪي پوءِ هرات هليا ويا. اهو شاهه عباس اول جو دور هو. ان هئن جي هڪ سردار سدو کي "امير افغان" جو لقب ڏنو ان ڪري هي سدوزئي مشهور ٿيا. نادر شاهه افشار ابدالين کي زير ڪري ورتو پر انهن سان سختي نہ ڪيائين.

**ابدالي، احمد شاهه:** احمد شاهه ابدالي افغانستان جي علائقي هرات ۾، 1136هه/1723ع ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ جو نالو محمد زمان خان هو. 20 سالن جي عمر ۾ نادرشاهه جي فوج جو سپهه سالار ٿيو. بهادري ۽ وفاداريءَ سبب نادر شاهه هن جو قدر ڪندو هو. سن 1747ع ۾ جڏهن نادرشاهه کي پنهنجن ئي ماڻهن سندس خيمي ۾ گهڙي قتل ڪيو تہ ان کان پوءِ آڪٽوبر 1747ع ۾ افغان سردارن احمد شاهه ابداليءَ کي بادشاهه چونڊيو.



بادشاهه ٿيڻ کان پوءِ هن ڪيترائي دفعا هندستان تي حملا ڪيا. ڪشمير، پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان کي افغان حڪومت ۾ شامل ڪيائين. خراسان جو بہ ڪجهه علائقو هٿ ڪيائين. احمد شاهه ابداليءَ جي گادي قنڌار ۾ هئي جتي هن عاليشان عمارتون تعمير ڪرايون. هندستان ۾ احمد شاهه ابداليءَ جون ٻہ لڙايون قابل ذڪر آهن. پهرين، جنوري 1761ع ۾ پاڻيپت جي ٽين لڙائي، جنهن ۾ مرهٽن کي شڪست آئي ۽ ٻي جنگ دوراهه، جنهن کي سِک "گهلو گهارا" يعني بي پناهه قوت سڏيندا آهن. اها لڙائي 1762ع ۾ ٿي جنهن ۾ سکن جو وڏو تعداد قتل ٿي ويو.

احمد شاهه افغانستان جي ٽڪرين سرجوڙجڪ ڪئي ۽ ان کي هڪ وحدت بڻايو. هن ئي مستقل افغانستان جو بنياد رکيو. نادرشاهه وانگر احمد شاهه ابداليءَ جي حملن بہ مغل سلطنت کي ڪمزور ڪيو ۽ ان جي نظام کي سخت نقصان پهتو. هن 1749ع ۾ سنڌ تي پڻ ڪاهه ڪئي ۽ وڏي تباهي مچائي. سندس موت 20 رجب 1186هه/17 آڪٽوبر 1773ع تي واقع ٿيو. منشي ٽوپڻ مل حيدرآبادي پنهنجي ڪتاب "تاريخ سنڌ" ۾ لکي ٿو تہ "احمد شاهه دراني (ابدالي) گهڻي لشڪر ۽ جنگي ساز و سامان سان گڏ لاڙڪاڻي سنڌ ۾ آيو. ميان نور محمد پنهنجو وڪيل احمد شاهه درانيءَ جي دربار ۾ موڪليو هو. پر هن مٿس هر سال خراج يا ڏن مقرر ڪيو جيڪو ميان صاحب ادا ڪندو هو."

**ابراهيم بن ادهم بلخي:** هڪ مسلمان صوفي. جيڪو بلخ جي اميرزادن مان هو. پر ڪن روايتن مطابق پاڻ بلخ جو حاڪم هو. جڏهن طبيعت زهد ۽ فقر طرف لاڙو ڪيس تہ سڀ ڪجهه ڇڏي، دنيا کان الڳ ٿي ويو. اوني ڪپڙو پائيندو هو جيڪو صوفين جو شعار آهي. سڄو وقت عبادت الاهيءَ، رياضت ۽ سياحت ۾ گذاريائين. هن سفيان ثوريءَ ۽ فضيل بن عياض کان فيض حاصل ڪيو ۽ تصوف ۾ هڪ وڏو رتبو حاصل ڪيائين. هي تصوف ۾ ان مقام تي وڃي پهتو. جنهن اڪثر وڏا وڏا صوفي شاعر کيس ڏسي رشڪ ڪندا هئا. ابراهيم بن ادهم مڪي شريف ۾ چالهہ تعليم بہ اتي حاصل ڪيائين سندس قول اڄ بہ مشهور آهن. جيئن تہ هڪ مجلس ۾ ماڻهن هن کان پڇيو تہ "ڪهڙو سبب آهي جو الله تعاليٰ اسان جون دعائون قبول نٿو فرمائي"، جنهن تي پاڻ جواب ڏنائين تہ "الله تعاليٰ کي ڄاڻڻ باوجود سندس اطاعت نٿا ڪريو، رسول الله کي سڃاڻڻ باوجود ان جي پيروي نٿا ڪريو. قرآن شريف کي پڙهو ٿا، پر ان تي عمل نٿا ڪريو. الله تعاليٰ جون نعمتون تہ حاصل ڪريو ٿا، پر سندس شڪر ادا نٿا ڪريو. خبر بہ اٿو تہ دوزخ گناهگارن لاءِ آهي، پر ان کان ڊڄو نٿا. شيطان کي دشمن ٿا سمجهو، پر ان کان بچو نٿا. عزيزن ۽ قريبن کي هٿ سان ٿا دفن ڪريو، مگر ان مان عبرت نٿا حاصل ڪريو. اهڙي صورت ۾ ڪنهن جي دعا ڪيئن قبوليت حاصل ڪندي." سندس جنم جو سال 783ع آهي ۽ سنہ 894ع ۾ وفات ڪيائين.

هن بزرگ جي سنڌ ۾ آمد بابت ڪجهه روايتون آهن. 'روڙ' سلسلي جي ٽڪرين ۾ خيرپور ضلعي، تعلقي ڪوٽ ڏجيءَ ۾ ڳوٺ راڄپاريءَ ويجهو هڪ ٽڪريءَ تي، سندس نالي سان هڪ آستانو ۽ روضو موجود آهي. جتي "ابراهيم بن ادهم" جو ميلو 13 رمضان تي لڳندو آهي. ابراهيم ادهم واري ٽڪريءَ جي پير ۾ واقع هڪ ٻي ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي قبر وانگر پٿرن جو هڪ ڍڳ آهي. جيڪو اولهہ اوڀر رخ ۾ آهي. ان قبر کان سواءِ هتي ٻي ڪابہ شيءِ نہ آهي. هن قبر بابت مقامي ماڻهن جي روايت آهي تہ اهو ابراهيم ادهم سلطان جو پهريون آستانو آهي. جتي هن بہ ٽي سال قيام ڪيو. ٽڪريءَ کان اوڀر وارو علائقو ڪنهن وقت ۾ درياهہ جو وهڪرو هو. پير مشائخ جي درگاهه هتان اوڀر ۾ ڪجهه فاصلي تي آهي. جتي درياهہ جو پراڻو وهڪرو آهي. روايتن موجب هن علائقي ۾ سلطان ابراهيم ادهم ڪل 12 سال قيام ڪيو.

**ابراهيم بن محمد صلي الله عليہ وسلم:** حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جو فرزند ابراهيم، سندن گهرواريءَ ماريہ قبطيہ مان پيدا ٿيو. جنهن جي پيدائش سن 8 ذي الحج بمطابق 29 مارچ 630ع جڏهن وحي ٿي. جڏهن تہ سندن وفات ماهہ ربيع الاول سن 10 هہ بمطابق 631ع لکيل آهي. جڏهن تہ حضرت عائشہ رضہ کان روايت آهي تہ ابراهيم بن محمد صلي الله عليہ وسلم سترنهن يا ارڙهن مهينا حيات هو.

**ابراهيم پتافي:** تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ.

**ابراهيم جليس (محمد ابراهيم حسن):** ابراهيم جليس ممتاز صحافي، اديب ۽ افسانہ نگار، مزاحيہ خاڪا نويس، فلمي ڪهاڻي ۽ مقالا نگار 11 آگسٽ 1922ع تي بينگلور (ٽاٽائي گهر) ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو احمد حسين هو. ابراهيم جليس روزنامہ "انجام" ڪراچي (67-1965) ۽ روزنامہ "مساوات" ڪراچي (1977ع) جو ايڊيٽر رهيو. هي گهڻو عرصو "جنگ" ڪراچي ۾ "وغيره وغيره" جي عنوان سان بہ ڪالم لکندو رهيو ۽ روزنامہ "امروز"، "عوامي عدالت" ۽ "حريت" سان پڻ وابستہ رهيو. هن کي "صدارتي تمغہ براءِ حسن ڪارڪردگي" سان پڻ نوازيو ويو هو. سندس

تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن: 1- زرد چهري (1945)، 2- چاليس ڪروڙ ڀڪاري (1945)، 3- ڪجهه غم جانان ڪجهه غم دوران (1946)، 4- آزاد غلام (1955)، 5- ڪالا چور، 6- زمين جاگ رهي هي، 7- الٽي قبر (1978)، 8- جليس ڪي ڪهانيان، 9- ٻيلڪ سيفٽي ريزر (ڪالم و افسانې)، 10- ٻتي ڪي بات، 11- قلمي خليي، 12- دو ملڪ ايڪ ڪهاني، 13- شگفته شگفته، 14- جيل ڪي دن جيل ڪي راتين، 15- صرف ايڪ پيسي ڪي خاطر، 16- نئي ديوار چين، 17- اوپر شيرواني اندر پريشاني، 18- جنگل مين جنگل، 19- آسمان ڪي باشندي، 20- ترنگي ڪي چهائون، 21- بنگال مين اجنبي (سفرنامو). ابراهيم جليس، 26 آڪٽوبر 1977ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

**ابراهيم جويو:** ناميارو عالم، اديب ۽ ڏاهو محمد ابراهيم جويو 13 آگسٽ 1915ع تي اڳوڻي ضلعي دادو (۽ هاڻي ڄامشوري) جي ڳوٺ 'آباد' ۾ هڪ هاريءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ٽن سالن جو هو ته سندس والد محمد خان جويو، پهرين مهاڀاري جنگ بعد پکڙيل وڏيءَ بيماريءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. محمد ابراهيم جويي جو تنهنڪري غربت ۾ گذريو پر همت نه هاريندي، پرائمريءَ جا چار درجا ڳوٺ ۾ پڙهي، 1927ع ۾ اي. وي اسڪول، سَن ۾ داخل ٿيو جتي سائين جي. ايم. سيد جي مهربانين سان ٽي درجا انگريزي پڙهي، 1930ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين. جتي چوٿين ڪلاس ستين درجي تائين پڙهيو. ان زماني ۾ ستون درجو مئٽرڪ شمار ٿيندو هو. هن 1934ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان ۾ سنڌ مدرسة السلام مان ٻي پوزيشن ماڻي ۽ 20 رپيا ماهوار اسڪالرشپ حاصل ڪيائين. سنڌ مدرسي ۾ ان وقت علامه عمر بن محمد دائود پوٽو پرنسپال هو ۽ جويو صاحب سندس لائق شاگردن ۾ نمايان هو. جويي صاحب 1938ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان بي. اي جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ کيس ڪاليج ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي، پيرومل مهرچند آڏواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻيءَ جهڙن استادن جي صحبت ۽ محبت حاصل رهي. 1940ع ۾ سنڌ مدرسي طرفان بي. ٽي ڪرڻ لاءِ بمبئيءَ جي ايس. ٽي ڪاليج پڙهڻ ويو جتان موٽندي ئي کيس 1941ع ۾ سنڌ مدرسي ۾ اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ڪيو ويو.

محمد ابراهيم جويي زندگيءَ جو پهريون سنڌي مضمون "پڄري جا پکي" 14 سالن جي عمر ۾ لکيو. سندس انگريزي ۾ پهريون مضمون Democracy in School Administration سال 1946ع ۾ سنڌ مدرسي جي مخزن 'ڪرانيڪل' ۾ ڇپيو. سائين جي. ايم. سيد سندس پهريون تعليمي مددگار هو. هُو ٻين مفڪرن سائين جي ايم سيد ۽ ايم. اين راءِ کان گهڻو متاثر هو ۽ پهرين پارٽي جنهن ۾ شموليت ڪيائين اها هئي ايم. اين. راءِ جي 'Radical Democratic Party'. هُن ايم. اين راءِ جي ڪتاب 'Historical Role of Islam' جو سنڌي ترجمو 'اسلام جو تاريخي ڪارنامو' جي عنوان سان ڪيو. علمي زندگيءَ ۾ جويي صاحب سنڌ دوستيءَ جي راهه ۾ سرڪار جا عتاب ۽ ناراضگيون به برداشت ڪيون. 1947ع ۾ سنڌ مدرسي ۾ پڙهائڻ دوران هن هڪ ڪتاب 'سنڌ بچايو- کنڊ بچايو' Save Sindh, Save the Continent from Feudal Lords, Capitalists and their Communalists لکيو. جنهن جي ڏوهه ۾ سنڌ مدرسي بورڊ جي صدر ۽ (تڏهوڪي وزير تعليم) سندس ملازمت ختم ڪرڻ جو حڪمنامو جاري ڪيو هو. جويي صاحب جي اهليت کي مڃيندي، ٺٽي ميونسپالٽيءَ جي چيئرمين مولائي عباسيءَ کيس ميونسپل هاءِ اسڪول ٺٽي جو هيڊ ماسٽر ٿيڻ جي آڇ ڪئي، جتي ٻن سالن تائين 200 رپيا پگهار تي پڙهايائين. بعد ۾ اهو اسڪول به سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو جتان بدلي ٿي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار مين، حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ماسٽر طور فرض نڀايائين. 1951ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي چونڊ سان ڪلاس ون گزيٽيڊ آفيسر طور "هاءِ پاور ايڊوائيزري ڪاميٽي فار سنڌي لٽريچر" جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1954ع ۾ هاءِ پاور ڪميٽيءَ کي 'سنڌي ادبي بورڊ' جي نالي سان نئين سر تشڪيل ڏنو ويو جتي 1961ع تائين سيڪريٽريءَ طور جانفشانيءَ سان ڪم ڪيائين. ان دوران جويو صاحب (1955-56) ٽه ماهي بورڊ جي ٽماهي 'مهراڻ' جو ايڊيٽر به رهيو، جنهن دوران هُن جديد ادب جي وڏي سرپرستي ڪئي ۽ 'مهراڻ' جو اهو دَور يادگار ليکيو وڃي ٿو. 1963ع کان 1967ع تائين هُو آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي پاڪستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ لاهور، ڪراچي، ڪوئيٽا ۽ حيدرآباد ۾ رهيو. ان عرصي ۾ پنج سال اعزازي طرح سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري پڻ رهيو.



جولاءِ 1967ع ۾ جويي صاحب هڪ مضمون لکي 'سليم احمد' جي فرضي نالي سان ڇپايو. جنهن جو عنوان هو: 'اولهه پاڪستان ۾ ٻولين جو مسئلو'. جنهن تان ناراض ٿي سرڪار کيس گورنمينٽ هاءِ اسڪول جيڪب آباد ۾ هيڊ ماسٽر طور بدلي ڪري ڇڏيو. اها سرڪاري ناراضگي پوءِ به ٿڌي نه ٿي ۽ کيس 1968ع ۾ گورنمينٽ ٽريننگ اسڪول ڪوهاٽ جو پرنسپال ڪري موڪليو ويو جتي لڳ ڀڳ هڪ سال کن رهيو. نومبر 1969ع ۾ ون يونٽ جي خاتمي جي اعلان بعد هُو سنڌ ۾ رجسٽرار ڊپارٽمينٽل ايگزامنيشن، ڊائريڪٽوريٽ آف ايجوڪيشن مقرر ٿي حيدرآباد ۾ آيو. پوءِ 1971ع ۾ سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ جو ميمبر به ٿيو. هن ڪيترائي نصابي ڪتاب به لکيا. 1972ع ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر، بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن سروسز سنڌ، حيدرآباد مقرر ٿيو. جتان آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي ۽ بعد ۾ سيڪريٽري سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ مقرر ٿيو ۽ 12 آگسٽ 1973ع تي رٽائر ڪيائين. ابراهيم جويي جو سنڌي ادبي سنگت سان به ابتدا کان ويجهو واسطو رهيو ۽ 56-1954 واري دَور ۾ سنڌي ادب ۽ ادبي سنگت جي 'نئين جاڳرتا' (Renaissance) جو اهم اڳواڻ رهيو. هُو اڄ به سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد شاخ جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي.

1973ع ڌاري هُن ڪجهه سڄاڻ اديبن سان گڏجي "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت" نالي اداري جو بنياد وڌو. پاڻ ان جو صدر ٿيو ۽ ان ئي پليٽ فارم تان چاليهه کن ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيائين. 1973ع ۾ "سنڌ فرينڊس سرڪل" قائم ڪري، ان طرفان 20 ڪتاب شايع ڪرايائين. سروينٽس آف سنڌ سوسائٽيءَ جو 1982ع کان وائيس پريزيڊنٽ رهندو اچي. پنهنجي دوست، ناميارې ليکڪ سراج الحق ميمڻ جي تحرڪ ۽ سرپرستيءَ ۾ 'سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ' جو بنياد رکيائين. پاڻ ان جو وائيس چيئرمين ۽ مئنيجنگ ٽرسٽي آهي. سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ واري عاليشان عمارت سراج صاحب ٽرسٽ کي سونپي علم ۽ قلم دوستيءَ جو ثبوت ڏنو. هن ٽرسٽ جي ذريعي ليڪچرن جو سلسلو هلايو. جن ۾ اهم اديبن ۽ دانشورن ليڪچر ڏنا جن کي ڇپائي پڌرو ڪيائين. جويو صاحب 1997ع کان 2002ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين رهيو ۽ 1998ع کان هيل تائين مختلف مرحلن

۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس، مالي ڪاميٽي، پبليڪيشن ڪاميٽيءَ ۽ ادبي تحقيقي ڪاميٽيءَ جي ميمبر طور به ذميواريون نڀائيندو اچي ۽ اٿارٽيءَ جي اسڪيمن ۾ مددگار رهيو آهي. جڏهن 1998ع ۾ شيخ اياز فائونڊيشن جو قيام عمل ۾ آيو ته کيس ان جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. فائونڊيشن طرفان هن وقت تائين ڇهه ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا ويا آهن ان کان علاوه پاڻ شيخ اياز چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي صلاحڪار بورڊ جو به 2000ع کان ميمبر رهيو آهي. ان کان سواءِ ٿياسافيڪل سوسائٽي، حيدرآباد جو وائيس پريزيڊنٽ پڻ آهي.

جويو صاحب، سنڌ جي مهان شاعر شيخ اياز جي ڪيترن ڪتابن جا مهاڳ لکيا. ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران ڇپجندڙ شيخ اياز جي سموري شاعريءَ ۽ نثر جي 22 جامع جلدن جي سربراهي پڻ جويو صاحب کي ڏني وئي آهي. جنهن ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري تاج جويو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت ناماياري اديب سراج جي لکيل اهم ڪتاب "سنڌي ٻولي" (1964ع) جي مهاڳ لکڻ سان گڏ جويو صاحب سوين نوجوان اديبن ۽ شاعرن جي ڪتابن تي به مهاڳ لکيا آهن ۽ سنڌ ۾ "مهاڳ نويسيءَ" جي فن جو استاد ليکيو وڃي ٿو هن دنيا جي ڪلاسيڪي ادب مان خاص ڪري فڪري، نظرياتي ۽ فلسفياڻي نوعيت جا ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪري، سنڌي ماڻهن جي فڪري غربت جو خاتمو آڻڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

محمد ابراهيم جويي جي ڇپيل طبعزاد ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن مان ڪجهه اهم ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1). اسلام جو تاريخي ڪارنامو: ايم. اين راءِ جي ڪتاب جو ترجمو (1945ع)، (2). Save Sindh, Save th Continent (1945)، (3). ايميلي عرف تعليم: جي جي روسي جي ڪتاب جو ترجمو (1969ع)، (4). ٻارن جي تعليم: پليو ٽارچ جي ڪتاب جو ترجمو (1972ع)، (5). وحشي جيوت جا نشان: هاورڊ موفر جي ڪتاب 'Savage Survivals' جو ترجمو (1976ع)، (6). سنڌي زبان جي بنيادي لغت: (وڌايل بنيادي لغت ۽ ڪاروباري بنيادي لغت)، (ساٿين سان گڏجي تيار ڪيل: 1976ع)، (7). 'فِڪر جي آزادي': اسٽيفن زويگ جي ڪتاب 'The Right to Heresy' جو ترجمو (جون 1977ع)، (8). 'گليلو': برٽالٽ بريخت جي ڊرامي 'Life of Galileo' جو ترجمو (1977ع)، (9). 'شاهه- سچل- سامي': (1689-1850-هڪ مطالعو) (1978ع)، (10). 'ٻارن جو مسيح': اينڊ بلاڪٽن جي ڪتاب 'Children's Life of Christ' جو ترجمو (1980ع)، (11). 'ماڻهوءَ جو پاڳ': (ناٽڪ، لوڪ ڪهاڻيون، شاعري وغيره) (1980ع)، (12). 'عورتازاد' (عورتن جي تحريڪ آزادي): ترتيب ۽ ترجمو (1983ع)، (13). 'فلسفي جو ابتدائي ڪورس': جارج پوليٽزر جي ڪتاب جو ترجمو (1984ع)، (14). 'علم تدريس مظلومن لاءِ': پائلو فرائري جي ڪتاب 'Pedagogy of the Oppressed' جو ترجمو 1984ع)، (15). 'مهڪريءَ جا مضمون': (ترتيب، ترجمو ۽ پيش لفظ) (1983ع)، (16). 'انسان جي ٻولي، انسان جي تعليم': (ترتيب)، (985؛ع)، (17). 'فرينچ انقلاب': ايميل ايرڪمن اليگزانڊر چيترين جي ڪتاب جو ترجمو (1990ع)، (18). 'ٽِٽ ٽِٽ موتين جي': (هفتيوار 'هدايت'، حيدرآباد ۾ ڇپيل مواد مان چونڊ)، (1992ع)، (19). 'هُوءَ جا تمڪي باهڙي' (پهريون جلد): مضمون ۽ ترجما (1995ع)، (20). 'ادب- ٻولي- تعليم': (هُوءَ جا تمڪي باهڙي، جلد ٻيو) (1998ع)، (21). خط ٻن اديبن جا: (عبدالقادر جوڻيجي ۽ محمد ابراهيم جويي جا خط) (1999ع)، (22). 'ڳالهيون ڪتابن جون' ڀاڱو پهريون (2002ع)، (23). 'خط ٻن اُستادن جا': (محمد ابراهيم جويو ۽ غلام علي چنا) (2003ع)، (24). 'ڳالهيون ڪتابن جون' (ڀاڱو ٻيو) (2003ع)، (25). خط دوستن جا (جلد پهريون: پيار، نياز، ناز (ابن حيات پنهور ۽ محمد ابراهيم جويي جا خط) (2008ع)، (26). Sindh Betrayed: Her Right to Redemption; Essays and Articles, Letters (1942-2003), (2006).

ان کان سواءِ سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ٻولين جي مسئلي، ون يونٽ جي خاتمي ۽ ڪراچيءَ جي عليحدگيءَ جي مسئلي، استادن، ڪريڪيولم، نصاب، ادب، سياست، شاهه لطيف، سنڌي سماج، چونڊن جي ڌار سرشتي ۽ شخصيتن تي خاڪا ۽ ٻين موضوعن تي سوين مضمون، ڪتابڙا ۽ پترا لکيل ۽ ڇپيل اٿس. جن جي ذريعي هن سنڌ جي ٽن پيڙهين جي ذهني تربيت ڪئي آهي.

جويي صاحب کي ڇهن پٽن ۽ ٻن نياڻين جو اولاد ٿيس جن مان نيلوفر جويو ڪهاڻيڪار هئي. تازو مئي 2009ع ۾ سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ پاران پهريون ڀيرو محمد ابراهيم جويي جي مڃتا ۾ هڪ تقريب انڊس هوٽل حيدرآباد ۾ منعقد ڪئي وئي. جنهن ۾ ثقافت ۽ سياحت جي صوبائي وزير، محترمه سسئي پليجو، سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر نثار احمد کهڙي سميت جويي صاحب جي شاگردن، مداحن ۽ اديبن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي. ان موقعي تي جويي صاحب کي سنڌ جي سمورن ادبي، علمي ادارن ۽ يونيورسٽين پاران اوارڊ، شيلڊون ۽ گلن جا تحفا ڏنا ويا. سندس خدمتن جو اعتراف ڪيو ويو. جڏهن ته سنڌ ميوزيم، حيدرآباد ۾ 'ابراهيم جويو ڪارنر' پڻ قائم ڪيو ويو آهي. هو هن وقت صحافي ڪالونيءَ، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**ابراهيم حيدري:** ڪراچي شهر جو هڪ قديم بندر، جيڪو ڪلفٽن جي بلڪل ڏکڻ طرف ملاحن جو هڪ ڳوٺ آهي. هيءُ ڳوٺ ٻيڙين ۽ لانچن لاءِ تندي بندرگاهه طور ڪم ايندو آهي. هتي مڇيءَ کي ڏٻن ۾ بند ڪرڻ جو ڪارخانو آهي. ان کان سواءِ ڪڪڙين جو کاڌو تنڊين مڇين مان تيار ڪيل (feed) به ٺاهيو ويندو آهي. ابراهيم حيدري سنڌو درياهه جي ڊيلٽا جي انتهائي اوڀر واري چاڙهه ڦٽي ڪريڪ جي آخري ڇيڙي تي آهي. ڦٽي ڪريڪ تي پورٽ قاسم آهي ۽ ڀنڀور جا قديم آثار به آهن ابراهيم حيدريءَ تي ئي مشهور 'واڳون ڏر' آهي، جنهن جي مٿان ٽڪريءَ تي واڳون جي



قبر به ٺهيل آهي. جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته ڪڏهن هتي 'واڳون' پوڄا به ٿيندي هجي. ابراهيم حيدري پاڪستان جو هڪ وڏو مڇي بندر آهي. جنهن تي هر وقت سوَن جي تعداد ۾ هوڙها ۽ ٻيڙا بيٺل نظر ايندا. هتي نه رڳو شڪار ٿيل مڇيءَ جو واپار ٿئي ٿو پر هتي هوڙها ٺاهڻ جي صنعت به زنده آهي.

**ابراهيم 'خليل':** مخدوم ابراهيم 'خليل' بن مخدوم عبدالڪريم، 1827ع ۾ ٺٽي ۾ ڄائو ۽ 1899ع ۾ وفات ڪيائين. هو فارسي ۽ سنڌيءَ جو شاعر ۽ تذڪري نگار هو. سندس نسبي سلسلو حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان ملي ٿو. فارسي شاعري سندس خاص موضوع هو پر سنڌي ۽ اردوءَ ۾ به شعر چوندو هو. فارسيءَ ۾ سندس تخلص 'خليل' ۽ سنڌيءَ ۾ 'ڪاسي' هو. سندس

تصنيفن ۾ 'ديوان مڪاتيب' ۽ 'تڪلمهٔ مقالات الشعراء' شامل آهن. جيڪي سنڌي ادبي بورڊ ڇاپايا آهن. 'خليل' مڪلي ٽڪري تي دفن ٿيل آهي.

**ابراهيم خليل الله، حضرت:** حضرت ابراهيم خليل الله، الله پاڪ جو پيغمبر هو. قرآن پاڪ موجب سندن پيءُ جو نالو آزر هو. جيڪو بت پرست ۽ بت تراش هو. توريت موجب حضرت ابراهيم خليل الله 2200 ق. م ۾ عراق جي شهر اُرُ ۾ پيدا ٿيو. سندس قوم جا ماڻهو بت پرست هئا. توريت ۾ سندس والد جو نالو تارخ ڄاڻايل آهي. ۾ قرآن مجيد ۾ ڪيس بت تراشيءَ جي ڪم ڪرڻ سبب آزر سڏيو ويو آهي. قرآن پاڪ ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ آزر جي عقيدن جي اختلاف کي جنهن نموني ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ جهڙيءَ طرح پاڻ پنهنجي قوم جي شرڪ کان نفرت ڪندا هئا. اها ڳالهه سندن عظمت جي حقيقت ظاهر ڪري ٿي. جڏهن پاڻ جوان ٿيا ته کين نبوت عطا ٿي. خدا جي دين جو پرچار شروع ڪيائون ته وقت جي حاڪم نمرود کين باهه ۾ اڇلرايو. پر قدرت جي منشا موجب اُهي شعلا گل بڻجي ويا. ان کان پوءِ فلسطين ڏانهن هجرت ڪيائون. جتي بيت المقدس جو بنياد وڌائون. کين ٻه زالون هيون. هڪ جو نالو بي بي سائره ۽ ٻيءَ گهرواريءَ جو نالو بي بي هاجره هو. بي بي هاجره مان حضرت اسماعيل پيدا ٿيو. جڏهن ته بي بي سائره مان حضرت اسحاق جنم ورتو. حضرت ابراهيم بيبي هاجره سان مڪي آيو. جتي ڪعبة الله جو بنياد وڌائين. حضرت ابراهيم عليه السلام کان ٿي حضور صلي الله عليه وسلم جن جو شجرو شروع ٿئي ٿو ۽ سنت به ان سلسلي تحت شروع ٿئي ٿي. روايت موجب حضرت ابراهيم عليه السلام 175 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

**ابراهيم خليل، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"، ولد محمد يوسف شيخ، سنڌيءَ جو ڪهنه مشق ۽ قادر الڪلام شاعر هو. پاڻ 24 ڊسمبر



1900ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس وڏا وڙهاڱي کان گهڻو اڳ حيدرآباد دکن کان لڏي اچي سنڌ ۾ وينا هئا. ابراهيم خليل ابتدائي تعليم، سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ ۾ ۽ قرآن شريف مولوي محمد عثمان نورنگزادي وٽ پڙهيو. نولراءِ هيرانند اڪيڊمي ۾ پڙهڻ کان پوءِ نارائڻ جڳنات هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان 1917ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ به متعلم رهيو. 1925ع ۾ گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج بمبئيءَ مان ايم. بي. بي. ايس ڪرڻ بعد پوسٽ گريجوئيشن ڪيائين. تعليم دوران هن ڪجهين بيمارين، چمڙي ۽ اکين جي بيمارين جي به سکيا ورتي. فارسي تعليم مولوي مياڻجي عبدالحق کان ورتائين. ويانا (آسٽريا)، رانچي ۽ بهار مان دماغي مرض جو ڊپلوما ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب انهيءَ فن ۾ ماهر هو. حيدرآباد ميڊيڪل اسڪول، ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد ۾ پروفيسر ٿي رهيو. سر سي. جي. مينٽل هاسپيٽل گدو (حيدرآباد) ۾ چوڏهن سال سپرنٽينڊنٽ ٿي رهيو ۽ 1955ع ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هيلٿ ٿي رٽائر ڪيائين. 1913ع ۾ شعر لکڻ شروع ڪيائين. پهرين 'غافل' تخلص هوس، پوءِ 'خليل' اختيار ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب جو سنڌي شاعريءَ ۾ استاد حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم هو ۽ اردوءَ ۾ جناب عبدالله ميان 'فضا' دکني تلميذ حضرت داغ دهلوي هو. 1946ع کان 1957ع تائين 'جمعيت الشعراء سنڌ' جو صدر رهيو. ان طرح ڊاڪٽر صاحب، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ ڪميٽي، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ٽيڪسٽ بڪ ڪميٽي تي به ڪم ڪيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي 'انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي' جو پڻ ميمبر رهيو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي يادگار ڪائونسل جو شروع کان ئي رڪن رهيو. سندس ڪتابن ۾ 'رهنمائي شاعري' (4 حصا)، 'بيت الله شريف جي تاريخ'، 'ادب ۽ تنقيد'، 'بلبل سنڌ'، 'عبرت ڪده'، (3 حصا)، 'سنڌي مثنويون'، 'سنڌي رباعيون'، 'سنڌ جو قديم ۽ جديد شعر'، 'ڪليات خليل'، 'ديوان خليل'، 'رباعيات خليل'، 'گلزار خليل'، 'انتخاب خليل'، 'پنهنجا افسانا'، 'پراوا افسانا'، 'اسلامي افسانا' وغيره. ڊاڪٽر صاحب جي صدر بازار حيدرآباد ۾ اسپتال مشهور هئي. جناب ڊاڪٽر خليل صاحب، علم ۽ فن جي خدمتن جي سلسلي ۾ جو ڪجهه عملي طرح سان ڪم ڪيو آهي، اهو نظر انداز ڪرڻ جهڙو ناهي. ان دور ۾ جڏهن سنڌي شاعريءَ ۾ اڃا ته - حرفا لفظ اعرابن سان استعمال ڪيا ويندا هئا. وڏن وڏن شاعرن کي عروض جي ابتدائي مسئلن جي به خبر نه هئي. تڏهن "رهنمائي شاعريءَ" نالي ڪتاب جا ٽي جلد تاليف ڪري ڇپايائين. رهنمائي شاعري، حصه اول ۾، مقدمه حاليءَ جي طرز تي شاعريءَ جي فن ۽ صنفن جو تعارف ڪرايو ويو ۽ ٻين ٻن حصن ۾ مثالن سان بحث ڪيو ويو آهي. ٿئي ڪتاب نه فقط نو آموز شاعرن لاءِ معلومات افزا آهن، پر ڪهنه مشق بزرگن لاءِ به ڏاڍا ڪارائتا آهن.

شعر و شاعريءَ جي سلسلي ۾ هر انجمن ۽ هر مجلس ۾ شرڪت ڪرڻ سندس مشغلو هو. سندس مخلصانه تعاون سان 'ادب سنڌ' جو اجراء ٿيو جنهن سنڌي زبان، ادب ۽ شاعريءَ جي وڏي خدمت ڪئي. ان طرح 'جمعيت الشعراء سنڌ' جي تشڪيل ۽ تعمير به ڊاڪٽر صاحب جي ڪوشش سان ٿي. جنهن جو پهريون صدر پاڻ ٿيو ۽ پوءِ سالن جا سال صدارت جا فرائض انجام ڏيندو رهيو.

'جمعيت الشعراء سنڌ' پهريون علمي ادارو آهي. جنهن جي انتظام هيٺ سنڌ جي سڀني وڏن شهرن ۾ سال بسال عظيم الشان ادبي ڪانفرنسون ٿي گذريون آهن. انهن ڪانفرنسن جو لٽريچر مرحوم امام بخش خادم لاڙڪاڻوي، ساهه سان سانڍيندو آيو. سندس وفات کان پوءِ اهو سارو دفتر ضايع ٿي ويو. اهڙيءَ طرح سنڌي ادب مان هڪ تاريخي باب ختم ٿي چڪو آهي. بزم خليل ۽ انجمن ترقي اردو حيدرآباد، ڊاڪٽر صاحب جي خدمتن جا تاريخي شاهد آهن.

ڊاڪٽر صاحب جامع الفنون رهيو آهي. اديب، نقاد، شاعر، اهل قلم، مقرر ۽ انشا پرداز. سندس ڪلام، پختو ۽ شائسته، عروض جو پابند. عروض جي نازڪ ترين اصولن جو پابند. زبان جي لحاظ سان درست ۽ فني لحاظ سان پختو ۽ زوردار آهي. هر صنف تي لکيو اٿس. غزل، رباعي، قطعو، نظم، مثنوي، گيت، بلڪ ڪافي به. سندس ڪلام ۾ موجود آهي. سندس فن تي فارسي ۽ اردو ادب جو وڏو اثر آهي. تاهم انفراديت ۽ افاديت قائم آهي.

سندس تاليفات ۾ 'عبرت ڪده' (افسانوي مجموعا) سندس 'مشاهدن' تي مدار رکن ٿا. جڏهن پاڻ گدو بندر اسپتال جو سپرنٽينڊنٽ هو تڏهن هزارين دماغي مريضن جي صحتيابيءَ لاءِ جيڪي نفسياتي طرح ڪوششون ڪيائين اهي سڀ 'عبرت ڪده' ۾ افسانوي انداز ۾ بيان ڪيل آهن.

اهڙيءَ طرح افسانا، ڊراما ۽ ڊائلاگ پڻ ڪافي انداز ۾ لکيا اٿس. سنڌي ادب جي سڀني علمي رسالن ۾، سالن کان سندس علمي ۽ ادبي مقالا شايع ٿيندا رهيا. ڊاڪٽر خليل صاحب 18 نومبر 1982ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**ابراهيم شاهه واڙيءَ وارو:** سنڌ جي ڊيلٽا ۾ اوير طرف سير ڪاريءَ جي ويجهو هڪ ڀيٽاريءَ تي هر سال هڪ وڏو ميلو لڳندو آهي. ڀيٽ تي جنهن بزرگ جي مزار آهي، تنهن کي 'ابراهيم شاهه واڙيءَ واري' جي نالي سان

شهرت حاصل آهي. هن ميلي ۾ سنڌ، ڪڇ ۽ بلوچستان جي سامونڊي ڪنڌين ۽ ڪارين تي رهندڙ ملاح لازمي طور شريڪ ٿيندا آهن. هيءَ سامونڊي ملاحن جو وڏي ۾ وڏو ميلو آهي. جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ڏينهن جاري رهندو آهي. هن موقعي تي هوڙهن جا مالڪ پنهنجن پنهنجن پتڻن ۽ بندرگاهن تان ٻيڙا ڪاهي، ابراهيم شاهه واڙيءَ واري جي سلامي ڀرڻ ويندا آهن. ٻيڙا رنگارنگي جهنڊن ۽ جهنڊين سان سينگاريا ويندا آهن ۽ عورتون، ٻار، جوان ۽ پوڙها دهلن دمامن سان ٻيڙين تي سوار ٿيندا آهن. ڪي باسون باسڻ لاءِ ايندا آهن، ڪي مرادون پوريون ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ چادرون (پَڙ) کڻي ايندا آهن. هيءُ ميلو هر سال مارچ اپريل ڌاري لڳندو آهي.

ملاحن جو عقيدو آهي ته جيڪو ملاح هن ميلي ۾ شريڪ نه ٿيندو ۽ 'بادشاهه' ابراهيم شاهه جي حاضري نه ڀريندو، اهو ايندڙ سال مڇيءَ جي شڪار کان محروم ٿي ويندو. بيماريون ڏسندو يا جوکم ۾ پوندو. ابراهيم شاهه جي ميلي جي موقعي تي زيارتي، ابراهيم حيدري، لٺ بستي، ڪيٽي بندر، کاري چاڻ، جنگي سر، گاڙهو يا شاهبندر وٽان ڪشتين ۽ هوڙهن تي چڙهي



وڃن ٿا. ٻيڙياتا پنهنجي روايت موجب پاڙو نه وٺندا آهن. سخي ابراهيم ڏانهن اوٽ موٽ ۾ ڏينهن لڳي ويندا آهن.

**ابراهيم شاهه وجڙي، سخي:** هن درويش جي مزار گنجي ٽڪر تي، حيدرآباد، ٽنڊي محمد خان روڊ تي، فتح چوڪ حيدرآباد کان 24 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ آهي. حيدرآباد کان 20 ڪلوميٽر پنڌ تي اولهه طرف وڪيو ملاح اسڪول آهي. جتان درگاهه جو فاصلو 4 ڪلوميٽر ڪن ٿيندو. هن هنڌ گنجو ٽڪر تقريباً 200 فٽ اوچو آهي. مزار کان اوڀر ۾ گنجي ٽڪر جي ڀاڙ ۾ ريلوي لائين سان هڪ هنڌ برساتي پاڻي جمع ٿئي ٿو. جنهن کي 'سخيءَ جو کُن' چون ٿا. مزار ٽڪريءَ تي هڪ چوديواري اندر هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي ۽ اها ڪلهوڙا دور جي ٺهيل لڳي ٿي. چوديواريءَ کان اتر طرف هڪ ٻي قبر هڪ ننڍي چوديواريءَ ۾ آهي. اها قبر ابراهيم شاهه جي والده جي ٻڌائي وڃي ٿي. هن بزرگ جي درگاهه جي در تي لکيل آهي: 'سخي ابراهيم شاهه وجڙي اولاد علي مرتضيٰ سخي شهنشاهه حضرت ابراهيم شاهه'. سندس والد جو نالو ابوالحسن ٻڌايو وڃي ٿو. روايت آهي ته ابراهيم شاهه 645 هجريءَ ۾ حيدرڪوٽ کان گنجي ٽڪر ۾ آيو. درگاهه جو سجاده نشين ۽ متولي مراد علي شاهه آهي. جنهن وٽ قديم دستاويز ڳريل حالت ۾ آهن. جن مان مٿيان تفصيل معلوم ٿي سگهيا آهن. هتي موجود رسمن مان شڪ پوي ٿو ته هيءُ فقير ڪلهوڙن جي مياڻ وال تحريڪ جو حصو رهيو هوندو. هتي هڪ وڏو بورچيخانو ۽ رهائش لاءِ به ڪمرا ٺهيل آهن. هتي هر سال 8 ۽ 9 ذوالحج تي ميلو لڳي ٿو. هر سهائي سومر تي مريد ڪٺا ٿين ٿا. جن لاءِ مزار جا رکوال روٽ يا کير جو بندوبست رکندا آهن. لنگر خاني مان هر سومر تي ايندڙ ويندڙ



مريد يا مهمان کي دعا جو روٽ ۽ کير جي وٽي ملي ٿي. مزار جي اتر ۾ هڪ وڏي جنڊ جو هڪ پڙ رکيل آهي. جنهن جو ٻيو حصو مزار واري ٿلهي ۾ اوسارجي ويو آهي. اهو جنڊ پڻ مياڻوال تحريڪ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ڏکڻ کان ٽڪريءَ جي هيٺيان بيهي مٿي نهاريو ته اعزو ٿي منظر نظر ايندو. جيئن گاجي شاهه يا وري شاهه اويس مانجهند واري جي مزار جو آهي. مٿي ڏانهن وڃڻ لاءِ ڏاڪڻين جو سلسلو ناهيو ويو آهي. اتان زالفائون مٿي وڃن ٿيون. مردن لاءِ جدا رستو آهي.

**ابراهيم لنڱن (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب لعل محمد جوڻيجي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 136 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڇاپيل آهي. نسيم بوڪ ڊيپو طرفان ٻهراڻ ڇاپو رنبو پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1969ع ۾ شايع ٿيو.

**ابراهيم مُنشي:** سنڌ جو ناميارو عوامي شاعر منشي محمد ابراهيم سومرو، 15 جنوري 1934ع تي ڳوٺ جنهاڻ سومري، تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي محمد



خان (اڳوڻي ضلعي حيدرآباد) ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو محمد اسحاق هو. جيڪو ڪرت ڪندو هو. غربت جي حالت ۾ به هن پنهنجي پٽ (ابراهيم منشي) کي ملان مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو. ايا چوٿون درجو سنڌي مس پڙهيو ته مارچ 1945ع ۾ سندس پيءُ وفات ڪري ويو. گهر جي اٺن نون ڀاتين جو گذر سفر ڏکيو ڏکيو ٿي پيو. ان ڪري ابراهيم منشيءَ پنج درجا سنڌي پاس ڪري محنت مزدوري ڪرڻ شروع ڪئي.

هنن ڏکين حالتن کان متاثر ٿي، هن 1949ع ۾ شاعريءَ جي شروعات ڪئي. ابراهيم منشيءَ جو پيءُ پڻ شاعر هو ۽ مولود به چوندو هو. مٿس ان جو به ڪافي اثر هو. ابراهيم منشيءَ شروع ۾ رومانوي شاعري ڪئي ۽ ڪافيون چيون.

شاعريءَ وسيلي هيٺين طبقي جي نمائندگي ڪرڻ لڳو. هو پنهنجي شاعري ترنم سان پڙهندو هو. 1960ع ڌاري شيخ اياز جي انقلابي شاعريءَ کان متاثر ٿيو. 66-1965ع ۾ ماهوار 'روح رهاڻ' ۾ سندس شاعري ڇپي. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'پيغام مظلوم' (1970ع) ۾ ڇپيو. ٻيو مجموعو 'ڏُکن جا وريام' (1971ع) ۾ ڇپيو. 1985ع ۾ پريم نگر پبليڪيشن پاران سندس شاعريءَ جو ٽيون مجموعو 'گوندر ويندا گذري' ڇپيو. جنهن جو پيش لفظ محمد ابراهيم جويي لکيو. 1991ع ۾ سندس چوٿون مجموعو 'ڪرتي، دين، درم' شايع ٿيو. سندس شاعريءَ جو پنجون مجموعو 'ڪُوڙي ڏينهن ڏاڙا' (1995ع)

ڇپيو ۽ ڇهون مجموعو "آڪر اڪر اڪ" روشني پبلڪيشن پاران 2006ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. هي عوامي ۽ انقلابي شاعر 31 جولاءِ 2003ع تي هي جهان ڇڏي ويو.

**ابرق/ابرڪ:** هڪ قسم جي معدني پيدائش. جيڪا جبلن مان کوٽي ڪڍندا آهن. ابرق گهڻو ڪري ڀاري ۽ گندرف جي کاڻين مان لڀندو آهي. چلڪيدار ٿيندو آهي. ابرق جا اڇا ڪارا ٽڪر ٿيندا آهن ۽ ان کي باهه نه ساڙيندي آهي.

ابرق جا ورق شربت ۾ وجهبا آهن ۽ مٺائيءَ جي مٿان سونهن لاءِ به رکبا آهن. ابرق کي ڪُٽي، چورو ڪري ڪپڙي تي چِٽ ۽ ڪُوٽر سان لڳائبو آهي. جنهن کي 'ڀورل' ۽ 'ڌمڪ' چون ٿا. رَون تي پڻ ابرڪ جي چمڪ جي چنڪار ڪندا آهن. جنهن کي 'ٻُونديءَ، چِٽ' چئبو آهي. سونهن سينگار لاءِ به وارن ۾ ابرق هڻبو آهي. جنهن کي 'زيڪ' چوندا آهن.

ابرق جي سنهن پردن تي زيورن جا ٺهه رکي سونارا ڪم ڪندا آهن. شيشي جي ٻڙن ۽ نگن کي زيور تي لڳائڻ کان اڳ ابرق جو ٺهه ڏيندا آهن. ابرق سونارڪي ڌنڌي ۾ جڙ اوزار جو ڪم ڏيندو آهي. حڪيمن وٽ طبي لحاظ کان ابرق بواسير، سيني ۽ جگر جي بيمارين لاءِ مفيد آهي. ان کي ماري، ڪشتو ڪري، استعمال ڪندا آهن.

**ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم:** نقاشي به فنونِ لطيف جي هڪ اهم شاخ آهي. جنهن ۾ مجموعي طور تي چِٽسالي، گلڪاري، مينا ڪاري، ڪاشيگري، مصوري ۽ خطاطيءَ جهڙا ناياب فن نهڪي بيهن ٿا. نقاشيءَ جا گهڻائي شاهه ڪاريگر سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن. انهن ۾ ميرزا امام علي بيگ به هڪ بهترين نقاش هو. ميرزا صاحب چمڙي، ڪپڙي، ڪاغذ، نڪر ۽ ڪاٺ تي نهايت عمدي نقاشي ڪندو هو پر سنڌ ۾ فقط هن کي اهو اعزاز حاصل آهي. جو هن ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم ڪيو هو.



ڊاڪٽر علي احمد قاضي لکي ٿو ته "ميرزا قربان علي بيگ (فن خطاطيءَ جو ماهر) ۽ سندس پاءُ ميرزا امام علي بيگ اعليٰ هنرمند هئا. جن جي فن ڪي دستڪاريءَ جا شاهڪار چوڻ وڃاءُ نه ٿيندو. هڪ دفعي جڏهن آ ڏتڌو آغا جي پڙ "علي آباد" ويس. تڏهن مون ڏٺو ته ميرزا امام علي بيگ تعزيه جي نقش و نگار لاءِ ابرق تي نفيس قسم جا گل ۽ چرند پرند چٽي رهيو هو سندس قلم ۾ ڄڻ جواهر پريل هئا. ڪٿي هيرا ته ڪٿي موتي، ڪٿي فيروزا ته ڪٿي نيلم ۽ لعل. سندس هنر ڏسي مون کي ڏاڍي حيرت ٿي. هي اهو فن پيشه ور طور نه بلڪ شوقيه ڪندا هئا".

اها حقيقت آهي ته فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جي ٺهرايل بهترين ڪاٺ جي تعزيي (جيڪو ٿنڌي آغا جي پڙ، امام بارگاهه علي آباد ۾ موجود آهي) تي سونهن خاطر ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم ڪري تعزيي تي هڻندو ويو. هن ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم تمام گهڻي محنت سان ڪري تعزيي جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪيو ان ۾ ڪو به ولاءُ نه آهي ته ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم سنڌ ۾ صرف ميرزا امام علي بيگ ڪيو. هن ڪم ۾ ميرزا صاحب



سان ٻانهن ٻيلي واڱر ڪم سندس ننڍو ڀاءُ ميرزا غلام رضا بيگ ڪندو هو پر ميرزا امام علي بيگ جي وفات کانپوءِ ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم سندس فرزند ميرزا عباس علي بيگ ڪيو پر ان جي وفات کان پوءِ اهو فن ميرزا خاندان ۾ هاڻي ناهي رهيو. مصوري به ڪيس قدرت جي طرفان عنايت ڪيل هئي. مصوري، نقاشي ۽ خطاطيءَ جا شاهڪار نمونا سندس اولاد وٽ محفوظ آهن.

**ابڙاسيو:** ڪيچ ۾ هڪ جبل جو نالو جنهن کي 'ابڙاسي' جو جبل چون ٿا. اتي اچ ڌائين هڪ ميلو لڳندو آهي. جنهن کي 'سومرين جو ميلو' چوندا آهن.

**ابڙا قبو:** هي مقبرو ڪلهوڙن جي دور جو آهي ۽ محمد خان وگهيي ڳوٺ، ديهه 33 داد، تعلقي نواب شاهه ۾ آهي. مقبري جي اوير ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي ڳوٺ الهه رکيو ڪانيو الهندي ۾ 200 ميٽرن تي قاضي احمد- نواب شاهه روڊ. ان جي اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي غلام حسين وگهيو ڳوٺ ۽ 9 ڪلو ميٽر اولهه ۾ قاضي احمد جو شهر آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ″2 ′15 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ″4 ′12 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هي مقبرو اتر ڏکڻ ڊيگهه ۾ 4.90 ميٽر ۽ اوڀر اولهه ويڪر ۾ 4.90 ميٽر، وڌ ۾ وڌ اوچائي 8 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو ۽ چن گارو استعمال ڪيل آهي. مقبري کي اوير ۾ ونگائون سينگاريل لنگهه آهي. مهاڙيءَ سميت چارئي پاسا ونگاون پاتيلن سان آهن. هر ڪنڌ تي هڪ برجي ٺهيل آهي پيڙ ٻنا ڏنل آهن. گنبذ انڪندو آهي. جنهن جي مٿان ابتي ڪنول جهڙي اڏاوت ٺيل آهي. اندران تونڙي ٻاهران گنبذ چن سان لنبيل آهي. ان تي ٺيل رنگ و روغن وقت گذرڻ سان جهڪو ٿي ويو آهي. مقبري ۾ اندر تي جارا ٺن پاتيلن سان اتر ۽ اولهه ۾ ٺهيل آهن. هر ڪنڊ تي هڪ اڏاوت ٺهيل آهي جنهن جي ڪري گنبذ انڪندو ٿي بيٺو آهي نه ته هجرو ڏيک ۽ رٽ ۾ جوڪور آهي. ڪنڊ جوڙون (Squinches) ۽ خصي رنگون مختلف آلو رنگ (Fresco) سان سينگاريل آهن. اندر ڪي آبي رنگ سان تصويرون به نڪتل آهن. هڪ تصوير ۾ جنگ جو ميدان ڏيکاريو ويو آهي. جتي هڪ ماڻهو هڪ هٿ ۾ تلوار ۽ ٻئي هٿ ۾ ڍال سان ڏيکاريل آهي. پس منظر ۾ ڪجهه لاشا ڏيکاريل آهن ٻي تصوير ۾ هڪ ماڻهو نغارو ۽ ٻيو ماڻهو توتارو وڄائي جنگ جو اعلان ڪري رهيا آهن. گلڪاري، وڻڪاري ۽ ڪجهه پکين جون تصويرون به چٽيل آهن. هن وقت مقبري جي حالت سٺي ڪانه آهي. جو ان جي سار نه لڌي وئي آهي. جنان ڪٿان پلستر اکڙي ويو آهي. خاص قسم جون تصويرون اجڙي رهيون آهن.

**ابڙاڻو ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي سانگهڙ ۾ آهي. رڄڙاڻو ڍنڍ جي ڏکڻ ۾ موجود هن ڍنڍ جي ڊيگهه 5 ڪلوميٽر ۽ ويڪر 2 ڪلوميٽر ڪن ٿيندي. ڍنڍ علائقي ۾ مڇيءَ جي شڪار جي حوالي سان مشهور آهي. هن ڍنڍ جي ٿيري، لهر، ڪرڙو مڇي وڌي ٿينديون آهن. هن ڍنڍ ۾ واڳون ۽ ڪچون به آهن.

**ابڙو، آفتاب:** اصل نالو عبدالله ٻٽ حافظ سعدالله. ابڙا قبيلي جي 'ڪماريو' پاڙي سان سندس لاڳاپو. ادبي ميدان ۾ آفتاب ابڙي جي نالي سان شهرت رکندڙ. پهرين مارچ 1956ع تي ڳوٺ "گابر مسڻ" تعلقي ڏوڪريءَ ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪئي. ثانوي تعليم، باڊهه جا اسڪول مان ۽ انٽر ڪامرس ۽ آرٽس ڪاليج لاڙڪاڻي مان ڪيائين. 1978ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم اي ڪيائين. حافظ سعدالله (والد)

غلام نبي سومرو، مُحسن ڪڪڙائي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر نواز علي شوق، سراج ۽ شهناز نور سندس ادبي استاد رهيا آهن.



ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ ڊي ڪري رهيو آهي. آفتاب ابڙو سنڌي، اردو، انگريزي، سرائڪي ۽ پنجابي ٻولين جي ڄاڻ رکي ٿو. اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پبليڪيشن جي حيثيت ۾ ثقافت کاتي جا ڪجهه ڪتاب مرتب/ ايڊٽ ڪيائين. ماهوار 'پيغام' ۽ 'سنڌ ماحول' جو ايڊيٽر، ماهوار 'ڪريسينٽ' ۽ 'بابو سپيشل' جو صلاحڪار ۽ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جو باني ميمبر ۽ صلاحڪار رهيو آهي. سندس هيٺيون تصنيفون آهن:

'شاهه جي ٻولي' (1990ع)، 'شاهه عبداللطيف بحيثيت مُفڪر' (ترتيب) (1990ع)، 'جونيئر اسڪول ڊڪشنري' (1992ع)، 'ٿر جو ورڻ' (1997ع)، 'ماحول بابت استادن جي سکيا' (1997ع)، 'ماحول بابت سماجي ڪارڪنن جي سکيا' (1997ع) ماحول جي بنيادي موضوعن بابت سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ 12 ڪتابڙا لکي چڪو آهي. هن وقت اطلاعات کاتي، حڪومت سنڌ ۾ آفيسر آهي.

**ابڙو، احمد:** مولوي حاجي احمد ابڙو ولد فضل محمد ابڙو ڳوٺ ملا ابڙي لاڙڪاڻي ۾ سن 1864ع ۾ ڄائو. پاڻ سند يافته مولوي هو ۽ ديني تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي سموري حياتي درس ۽ تدريس ۾ گذاريائين. هن سنڌ جي عالمن ۽ دانشورن سان گڏ تحريڪ آزادي ۽ تحريڪ خلافت ۾ حصو ورتو. ان کان سواءِ مولانا تاج محمد امروٽيءَ جي تحريڪ ۾ به جوشيلي ڪارڪن جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. 24 مارچ 1932ع تي وفات ڪيائين. مولوي حاجي احمد ابڙي ديني مسئلن بابت هڪ ڪتاب به لکيو هو سندس ڪلام مولودن، مداحن، معجزن ۽ مناقبن تي مشتمل آهي.

**ابڙو، احمد خان 'شيدا':** احمد خان ولد عبدالرئوف ابڙو، 27 آڪٽوبر 1900ع تي هالا نوان ۾ ڄائو. 1916ع ۾ ورنيڪيولر امتحان پاس ڪيائين ۽ 1918ع ۾ ڪيس پرائمري استاد طور تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ مقرر ڪيو ويو. 1924ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين، حيدرآباد مان تربيت حاصل ڪيائين. ان وقت کيس علم ادب سان دلچسپي پيدا ٿي. پهريائين مضمون ۽ افسانا لکيائين. بعد ۾ شعر و شاعريءَ سان شغل ٿيس ۽ 'شيدا' تخلص اختيار ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد حافظ جان محمد جان هالائي هو. پاڻ ينگ ويلفيئر ائسوسيئيشن جو سيڪريٽري ۽ هالا مان مخدوم طالب المولىٰ جي سرپرستيءَ ۾ نڪرندڙ ماهوار رسالي 'فردوس' جو مئنيجر به ٿي رهيو. 1958ع ۾ هالا پراڻا پرائمري اسڪول جي هيڊماستريءَ تان وقت کان اڳي رٽائر ڪيائين. 4 مارچ 1960ع تي وفات ڪيائين.

**ابڙو، اڙينگ:** ابڙو اڙينگ ڪڇ جي انهن سمن سردارن مان هو جيڪي سنڌ سان وابسته هئا. هو ڪڇ جي "وڏ سر" واري علائقي جو والي هو پهلوانيءَ ۽ سورهيائيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو ابڙو اڙينگ دودي سومري جو همعصر هو ان ڪري هن جو دور، تيرهين صديءَ جي آخر ۽ چوڏهين صديءَ جي شروعات ٿي سگهي ٿو دودي سومري ۽ علاؤالدين جي جنگ 1313ع ۾ لڳي هئي جنهن ۾ سومرن جي شڪست کان پوءِ حاڪم گهرائي جون سومريون ابڙي ڏانهن سامون ڪري موڪليون ويون ۽ ابڙو انهن سامن لاءِ سرڏيئي سرهو ٿيو:

ابڙو سوڙو، وڏوڙو، سمو سونهن سنڌ. (شاهه)

ابڙو سومرن جون سامون وٺڻ کان پوءِ اهي پنهنجي پٽن جي حوالي ڪري، تنيو لشڪر وٺي ميدان تي آيو ۽ اهڙي ته بهادريءَ سان وڙهيو جو مخالفن جون وايون بتال ڪري ڇڏيائين. جڏهن چار ابڙو جنگ جي ميدان تي هو تڏهن سومرن جون پانهون، ڏونگر راءِ جي نگرانيءَ ۾ هيون. کيس جيل هو ته چا به ٿئي، پر سومرن جون سامون علاؤالدين جي لشڪرين جي هٿ نه چڙهن. جڏهن چار ابڙو جنگ جي ميدان ۾ شهيد ٿي ويو ته ڏونگر راءِ سامون وٺي ڪڇ جي رڻ ۾ اهڙي علائقي ۾ پهتو جنهن ۾ رڳو ڏيٿيون هيون. پوءِ سومرن جي عورتن کي چيائين ته اوهان کي موت يعني ڏيٿين جي حوالي ڪري جنگ ڏي وڃان ٿو خدا اوهان جو نگهبان رهندو. اوهان کي بچائيندو ۽ دشمن کي پهچڻ نه ڏيندو ان کان پوءِ اهي سهٽي مايون اتهيءَ ڏيڻ ۾ هيٺ هليون ويون. بعد ۾ ڏنگر راءِ اتهيءَ هنڌ تي هڪ نشان ڪري اچي ميدان جنگ تي طبل وڄايو علاؤالدين جي فوجين کيس چيو ته سامون ڪٿي آهن. اتهن جو ڏس ڏيندين ته هي ملڪ ۽ هن ملڪ جي بادشاهي تنهنجي حوالي ڪري هليا ويندا سين. پر ڏونگر راءِ کين سامن جي ڏيٿن حوالي ٿيڻ جو قصو ٻڌايو ۽ اها جاءِ ڏيکاري، جنهن کان پوءِ لشڪر ڪڇ خالي ڪري واپس هليو ويو.

**ابڙو، اسحاق، ڊاڪٽر:** پروفيسر ڊاڪٽر محمد اسحاق ولد عبدالحڪيم ابڙو 8 فيبروري 1935ع تي ڳوٺ امام بخش ٿيٻي، تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم اباڻي شهر ميهڙ کان سواءِ حيدرآباد ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ حاصل ڪيائين. سال 1953ع ۾ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري ميونسپل هاءِ اسڪول ٽنڊي محمد خان ۾ استاد مقرر ٿيو. 1961ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فارسيءَ ۾ ايم. اي پاس ڪري فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن حاصل ڪيائين. سال 1964ع ۾ اسلامي تاريخ ۾ ايم. اي جو امتحان ڏنائين. جنهن ۾



ٽيون نمبر آيو. 1965ع ۾ بي. ٽي جي ڊگري حاصل ڪيائين. جنهن ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪري تمغو ماڻيائين. 1966ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. ايڊ جو امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري پهريون نمبر حاصل ڪيائين. سنڌ سرڪار کيس 1968ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج نواب شاهه ۾ فارسيءَ جو ليڪچرر مقرر ڪيو. سال 1976ع ۾ پاڪستان طرفان کيس اسڪالرشپ ڏئي ايران موڪليو ويو ۽ تهران يونيورسٽيءَ مان جديد فارسيءَ ۾ ڊپلوما حاصل ڪيائين. جنهن ۾ کيس "عالي" گريڊ ڏنو ويو.

1986ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فارسيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڊاڪٽريٽ جي مقالي ۾ شاهه عنايت شهيد جي فڪري پوئلڳ روهڙيءَ جي سادات خاندان مير جان الله شاهه رضويءَ جي فارسي ڪلام "ديوان مير" جي مهتممي ڪري، ان تي انگريزيءَ ۾ مقالو لکيائين.

ڊاڪٽر ابڙي سال 1957ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول ٽنڊي محمد خان مان مخزن جاري ڪيو ۽ ان مخزن جي انگريزي ڀاڱي جو ايڊيٽر ٿي رهيو. ساڳئي ڪاليج مان به پيرا "الڪريم" جي نالي سان مخزن ڪڍيائين ۽ ان جو چيف ايڊيٽر ٿي رهيو ڊاڪٽر صاحب. آگسٽ 1988ع ۾ ڊائريڪٽوريٽ آف ڪاليج ايجوڪيشن حيدرآباد ريجن جي ڊپٽي ڊائريڪٽر ايڊمنسٽريشن هئڻ وقت، ڊائريڪٽوريٽ طرفان سيرت پاڪ تي ڇاپيل رسالي "مشعلِ راهه" جي

انگريزي ڀاڱي جو ايڊيٽر رهيو. سال 1990ع ۾ جڏهن ڊاڪٽر ابڙو پاڪستان ڪاليج مسقط جو پرنسپال هو ته هن "اقرا" جي نالي سان مخزن ڪڍي، جنهن جو پاڻ چيف ايڊيٽر ٿي رهيو.

پاڻ بهترين اديب هو هن سنڌي توڙي انگريزيءَ ۾ ڪيترائي مضمون لکيا، جيڪي ماهوار "مهراڻ" کان سواءِ ٻين ڪيترن رسالن ۽ ڪاليج مخزنن ۾ ڇپجي چڪا آهن هن صاحب اسلامي دنيا جي وڏي مفڪر ۽ عالمِ دين حضرت امام محمد بن محمد غزاليؒ جي ڪتاب "ايها الولد" جي فارسي متن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو جيڪو غزالي اڪيڊميءَ طرفان چار ڀيرا ڇپجي چڪو آهي. ساڳئي ڪتاب جو اردو ترجمو پڻ مدينه پبليڪيشن ڪراچيءَ طرفان سال 1987ع ۾ شايع ڪيو ويو ان کان سواءِ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري طرفان دنيا جي نامياري فيلسوف افلاطون جي جڳ مشهور ڪتاب "Republic" جو سنڌيءَ ۾ ڪيل سندس ترجمو 1990ع ۾ "رعيتي راڄ" جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو ان کان سواءِ هڪ ڪتاب "پاڇهارا پول" به شايع ٿيل اٿس.

ڊاڪٽر ابڙي، وزارت تعليم، حڪومت پاڪستان طرفان ڏنل موضوع "مواصلات جا وسيلا" تي هڪ ڪتابڙو 1984ع ۾ لکيو 1985ع ۾ مرڪزي وزارت تعليم طرفان جوڙايل سائنسي ۽ هنري لفظن جي لغت جي سنڌي ترجمي لاءِ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي چيئرمئن شپ ۾ ٺه رڪني پئنل جو ميمبر رهيو. سال 1984ع ۾ وزارت تعليم، حڪومت پاڪستان طرفان سنڌي ادبي بورڊ ذريعي جيڪي بنيادي ڪتابڙا سنڌيءَ ۾ تيار ڪرايا ويا، انهن جي نظرثاني ۽ تصحيح لاءِ مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو. سال 1990ع ۾ ڊاڪٽر ابڙي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "In search of Allah" لکيو جيڪو اردو اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان سال 1995ع ۾ شايع ڪيو ويو.

پروفيسر ابڙي 45 ورهين کان مٿي تعليم کاتي جي خدمت ڪئي. 1973ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج سعيدپور ضلعي بدين جو باني پرنسپال مقرر ٿيو اپريل 1975ع ڌاري سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو جتي 11 ورهيه ڪم ڪيائين. ۽ ان عرصي ۾ 3 دفعا چيئرمئن به رهيو ابڙو صاحب 1985ع ۾ جڏهن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو چيئرمئن هو ۽ ان سال ڪاميٽي آف چيئرمئن ٽيڪسٽ بوڪ بورڊس آف پاڪستان جي چيئرمئن شپ به سنڌ کي ملي هئي انهيءَ حيثيت ۾ ڊاڪٽر ابڙو انٽر بورڊ ڪاميٽي آف چيئرمئن جو ميمبر رهيو 1985ع ۾ ڊاڪٽر صاحب گورنمينٽ ڪاليج ڪوٽڙيءَ جو پرنسپال مقرر ٿيو مارچ 1989ع کان مارچ 1992ع تائين پاڪستان ڪاليج مسقط (سلطنت عمان) جو پرنسپال ٿي رهيو ٽن سالن جي ڪانٽريڪٽ بعد ڪيس ٻيهر گورنمينٽ ڪاليج ڪوٽڙيءَ جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو اهڙيءَ ريت تعليم کاتي ۾ ورهين جا ورهيه خدمت ڪرڻ کان پوءِ ستٽ ورهين جي ڄمار ۾ ويهين گريڊ ۾ رٽائر ڪيائين.

رٽائرمينٽ کان ٻه سال پوءِ سنڌ حڪومت سال 1997ع ۾ ڊاڪٽر ابڙي کي پبلڪ اسڪول حيدرآباد جو پرنسپال مقرر ڪيو ابڙي صاحب 31 آگسٽ 1998ع تي گرلس پبلڪ اسڪول جو بنياد رکيو ۽ پبلڪ اسڪول حيدرآباد مان مخزن "اقرا" ٻيهر جاري ڪرايائين.



**ابڙو، اضعف هالائي:** نالو جان محمد ولد عبدالرئوف ابڙو. 14 آگسٽ 1897ع تي ڄائو تعليم سنڌي فائنل پاس ڪيائين پرائمري ماستر هو سندس تصنيفن ۾: "احوال محمدي" (1922ع) ۽ "واٽون ويهه ٿيون" (1973ع) شامل آهن 8 مارچ 1979ع تي وفات ڪيائين.

**ابڙو، اگهام:** ملڪ جي ڪيترن سخين ۽ ڏاتارن ۾ پارڪر جو ڄام ابڙو به شامل آهي. جيڪو سمات قوم جي ڏل شاخ مان اگهام نک جو هو ابڙي اگهام جي رهائش پارڪر جي "چوڙاڻ جي پٽ" ۾ هئي. جيڪو رهائش جي لحاظ کان بهترين علائقو هو انهيءَ ڏڙ ۾ پارڪر جو پٽ زرعي پيدائش جي لحاظ کان مشهور هو اوپر کان ايندڙ ندين جون شاخون هن پٽ کي سيراب ڪنديون رهيون ٿي ته جي پارڪر واري حصي ۾ سخاوت ۽ ڏاتارپ جون ته اتان جو ورثو هئي.

**ابڙو، الياس، پروفيسر:** سنڌ يونيورسٽيءَ جو اڳوڻو وائيس چانسلر پروفيسر محمد الياس ابڙو 20 نومبر 1920ع تي محمد رمضان ابڙي جي گهر ۾ ڄائو 1948ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ۽ 1952ع ۾ ايل ايل بي ڪيائين اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن ويو جتي لنڊن يونيورسٽيءَ مان 1958ع ۾ ايم. ايس. سي



پوليٽيڪل سائنس ۽ اڪنامڪس ۾ ڪيائين سندس ۽ مون ڇپجي چڪا آهن جيڪي ڪيترن ئي سيمينارن ۽ ورڪشاپن ۾ پڙهيا ويا آهن پاڻ 1949ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر ۽ 1955ع ۾ پروفيسر مقرر ٿيو اهڙيءَ طرح سخت محنت ۽ پيشي سان سچائيءَ سبب ترقيءَ جون منزلون طيءِ ڪندي 1963ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ ڪامرس شعبي جو چيئرمئن ۽ 1975ع ۾ آرٽس فئڪلٽيءَ جو ڊين ۽ 1980ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر مقرر ٿيو ان کان سواءِ پاڻ ڪراچي سيڪنڊري بورڊ جو چيئرمئن، تعليم کاتي ۾ آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي ۽ ٻين عهدن تي پڻ رهي چڪو آهي. سندس وفات 30 آڪٽوبر 1994ع تي ٿي.

**ابڙو، انور:** ٻهرين جنوري 1965ع تي ڳوٺ لالي جاپان تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻو ۾ پيدا ٿيو ايم. اي (صحافت) 2006ع ۾ ڊِي بي اِي (اسٽرڪچرل انجنيئرنگ) 1991ع ۾ ڊيٽابيس ڪورس پاڪستان ڪمپيوٽر بيورو اسلام آباد



مان 1999ع ۾ پاس ڪيو هن وقت سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ هيڊ آف ٽيڪنيڪل سيڪشن ۽ پبلڪ رليشن آفيسر آهي سندس ڪيترين ئي تصنيفون مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون هن جي ڪهاڻين جو مجموعو "خودڪشيءَ جو رومانس" 2001ع ۾ ناول "ٻڳل رتنيڪو" 2008ع ۾، ڪهاڻين جو مجموعو "منهنجو چنڊ مارجي ويو" 2009ع ۾ ڇپيا آهن هن ڪيئي ڪالم لکيا ۽ ڪتابڙا به ترجمو ڪيا آهن هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش اٿس.

**ابڙو، بدر:** برک ڪهاڻيڪار جمال ابڙي جي فرزند ۽ علامه علي خان ابڙي جي پوٽي ناميارين ليکڪ، صحافي، لغت نويس ۽ محقق بدر ابڙي جي پيدائش 19 ڊسمبر 1953 تي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. شروعاتي تعليم لاڙڪاڻي، خيرپور، ٽنڊي الهيار ۽ سجاول مان ورتائين. مشترڪ ماڊل اسڪول حيدرآباد مان 1969ع ۾ ڪيائين ۽ انٽر کان پوءِ ڪراچيءَ مان بي ڪام جي ڊگري حاصل ڪيائين. ادبي گهراڻي سان تعلق سبب 1973ع کان مختصر ڪهاڻيون لکڻ سان آغاز ڪندي، سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي ڪلاسن ۾ دلچسپي سان شريڪ ٿيندو رهيو ان دور ۾ انور پيرزادو، فقير محمد لاشاري، عبدالرحمان نقاش، مشتاق باگاڻي، بيدل مسرور، هدايت بلوچ ۽ ٻيا

دوست سنگت ۾ سرگرم هئا. تاج بلوچ، شمشير الحيدري، بدر قريشي ۽ ناجل بيوس سندس سينيئر ساٿي هئا.

1980ع ۾ ضياءالحق جي مارشل لا واري عرصي ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ خلاف ڪارروائيءَ ۾ ته بدر ابڙو پنهنجي دوستن پروفيسر جمال نقوي، ڪامريڊ امر لال، سهيل سانگي، شبير شر ۽ ڪمال وارثيءَ سميت گرفتار ڪيو ويو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي دوستن تي خاص فوجي عدالت ۾ ڪيس هليو، جيڪو "جام ساقي ڪيس" جي نالي سان مشهور ٿيو ان ڪيس ۾ ملڪ جا اهم ترين سياستدان محترمه بينظير ڀٽو، خان ولي خان، مير غوث بخش بزنجو، مولانا شاهه محمد امروٽي ۽ ٻيا ڪوڙ صاحب بچاءَ جي شاهدن طور پيش ٿيا. بدر ابڙو چئن سالن تائين جيل ۾ رهيو. کيس ايمنسٽي انٽرنيشنل پاران 'ضمير جو قيدي' قرار ڏنو ويو. ان بعد هن صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. 1985ع کان هلال پاڪستان



ڪراچيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. 1990ع ۾ روزاني "پڪار" سکر جو ايڊيٽر ٿيو. بعد ۾ "پڪار" ڪراچيءَ مان ڇپجڻ لڳي ته اتي به سندس ايڊيٽ هو. 1993ع ۾ هن ادبي، سياسي ۽ سماجي مخزن "روح رهاڻ" جاري ڪئي، جنهن جا نَوَ (9) پرچا اچي سگهيا. 1997ع ۾ ماهنامه "برسات" جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. هن وقت تائين بدر ابڙي جا ڪيترائي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. جن ۾ "تنقيد نگاري" (1985ع)، "رني ڪوٽ" (1989)، "هنگلاج ۽ لاهوت" (تحقيق: 1992ع ۾)، "رياست جهنگل جي آڪاڻي" (ڪهاڻيون: 1992)، "جيل جي ڊائري" (1994)، "سنڌوءَ جو سفر" (1994)، ڀڳوانن جي ڀونءِ (نيپال جو سفر نامو) 1996، "رني ڪوٽ" (اردو ۾: 1997ع)، "ماٺيون" (1998)، "سنڌ جو شاهه" (2000ع) شامل آهن. ان کان علاوه سندس تحقيقي سفرناما به ڇپائيءَ هيٺ آهن. جن ۾ "ڪيرٿر جو سفر" جا پنج جلد، "ڪوهستان جو سفر"، "سنڌ ۾ پٿرن تي قديم نقاشي"، "منڇر ڳاچ دنيا"، "ڪٽي جي قبر ڏانهن" ۽ "سيوهڻ جي تاريخ" شامل آهن. ان کان سواءِ هن موضوع وار انسائيڪلوپيڊيا لاءِ به اهم معلومات تي مبني ڪتاب تيار ڪيا آهن. جن مان تازو "سنڌ جي جهنگلي جيوت" بابت ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان (2009ع) ۾ شايع ٿيو آهي. ان کان سواءِ هن اداري پاران ڇپجندڙ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي عنوان سان تيار ٿيندڙ انسائيڪلوپيڊيا جي پهرئين جلد جي تياريءَ ۾ به سندس اهم ڪردار آهي. جڏهن ته سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ "خواب ۽ خيال" (شاعري) ۽ صوفيائي فلسفي تي پڌل تحريرن جو مجموعو "پيهي جان پاڻ ۾" شامل آهن. بدر ابڙي مختلف اخبارن ۾ ڪيترائي سلسليوار ڪالم، ايڊيٽوريل ۽ مضمون به لکيا. جن ۾ "هيءَ سين" جي سري هيٺ هلال پاڪستان ۾ "زندگي جدوجهد، اٽڪ سفر" (هلال پاڪستان)، "سنڌ باد" (هلال پاڪستان) "وتايو فقير سوچي ٿو"، (برسات)، "آئينو" (سنڌ، ڪاوش ۽ عبرت اخبارن ۾)، دلچسپي جي ڳالهه ته هن هڪ درجن کن فرضي نالن سان پڻ ڪالم لکيا. جن ۾ ڪڏهن "شهباز لطيف" ڪڏهن "منرش"، "احسان الله"، "بشير عباسي"، "اديسي"، "تمر لاهوتي" ۽ "سنڌ باد" جهڙا نالا استعمال ڪيا. کيس مجنا طور APNS اواره 1987ع ۾ مليو آرٽس ڪائونسل مان مجسمي سازيءَ جو ڪورس ڪيائين جنهن سال هن ڪي سڄي ڪراچيءَ ۾ پهرين پوزيشن حاصل ٿي. 1986ع ۾ بدر ابڙي شاهه لطيف جو خيالي مجسمو پڻ ناهيو. سندس زندگيءَ جو هڪ اهم پهلو مهم جوئي پڻ آهي. هن 1989ع ۾ ڪابل نديءَ کان ڪراچيءَ تائين ٻيڙين ذريعي سنڌوءَ جو سفر ڪيو ۽ لڳ ڀڳ سڄو ڪيرٿر ڏسڻ کان پوءِ ڪتاب لکيائين.

بدر ابڙي ويجهي ماضيءَ کان آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڪراچيءَ ۾ پڻ فرض نڀايا آهن. جتي پروجيڪٽ ايڊيٽر جي حيثيت سان اهم انگلش- سنڌي ڊڪشنرين جي تياريءَ ۾ ڪردار ادا ڪيو اٿس. بدر ابڙو تحقيق ۽ آرڪيالاجيءَ سان دلچسپيءَ سبب مختلف ماڳن جا سفر ڪندو رهي ٿو. هن وقت سندس رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي.

**ابڙو، تاج محمد:** سنڌ جي اهم سياسي شخصيت ٿي گذريو آهي. سندس جنم ضلعي لاڙڪاڻي جي اڳوڻي تعلقي شهدادڪوٽ ۾ 1924ع ۾ ٿيو. ننڍپڻ لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ ۾ تعليم ورتائين. سياست سان شروع کان ئي دلچسپي رهيس. ان وقت هندستان جا اڪثر مسلم شاگرد، پاڪستان تحريڪ ۾ هئا. 1947ع ۾ لاڙڪاڻي مان وڪالت شروع ڪيائين. گهڻو ڪري فوجداري ڪيس ڪندو هو. دوستي ياري نڀائيندي ڪيترا ڪيس مفت ۾ ڪندو هو ۽ سندس ڪمائيءَ جو وڏو حصو مهمان نوازيءَ ۾ هليو ويندو هو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کيس سيشن جج مقرر ڪيو. هن



ڪنهن به لالچ ۾ اچي، ڪڏهن به فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي نه ڪئي. سندس دامن هميشه صاف رهيو. تاج محمد ابڙو بنيادي طرح سوشلسٽ ۽ جمهوري خيالن جو حامي هو. اهوئي سبب هو جو هاري ڪميٽيءَ ۽ ٻين ترقي پسند جماعتن ڏانهن هليو ويندو هو. اقتدار جي سياست ۾ تاج محمد ابڙي جي دور ۾ محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو اعليٰ مقام تي رهيا. پر تاج محمد ابڙي ڪاٿي ڪڏهن به پنهنجي ذات لاءِ فائدو نه طلبيو. تمام ٿورن ماڻهن کي خبر آهي ته حيدرآباد جي مير برادران مير علي احمد ٽالپر ۽ مير رسول بخش ٽالپر کي پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ، تاج محمد ابڙي ۽ جمال ابڙي ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي خواهش تي راضي ڪيو هو.

10 مارچ 1986ع دل جو دورو پوڻ سبب وفات ڪيائين. سندس يار دوست کيس عام طرح "ڪامريڊ تاج محمد ابڙي" جي نالي سان ياد ڪندا آهن.

**ابڙو، جمال:** جمال ابڙي 2 مئي 1924ع تي ميهڙ شهر جي پرسان ڳوٺ سانگي ديهه منگواڻي ۾ علي خان ابڙي جي گهر ۾ جنم ورتو. علي خان ابڙو پنهنجي وقت جو هڪ ناميارو تعليمدان، اديب ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. جمال ابڙي شروعاتي تعليم ڳوٺ منگواڻيءَ جي اسڪول مان حاصل ڪئي. سيڪنڊري تعليم ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۽ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. جڏهن ته هن ڪاليج جي تعليم بهاءالدين ڪاليج جهوناڳڙهه ۽ ڊي جي ڪاليج ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. 44-1943ع ۾ بنگال ۾ آيل ڏڪار دوران رضاڪار طور خدمتون سرانجام ڏيڻ لاءِ بنگال ويو. هن اين اي ڊي (NED) انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي. پر پوءِ انجنيئرنگ ڇڏي "لا" (Law) ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. جمال ابڙي ڪجهه عرصي تائين خاڪسار تحريڪ ۾ ڪم ڪيو ۽ پوءِ سنڌ هاري

ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. ان کان علاوه هو ٻين مزدور تنظيمن جو به ميمبر رهيو. سندس والد وٽ هڪ سٺي لائبريري هئي، جنهنڪري هن ننڍپڻ ۾ ئي ٽئگور، منشي پريم چند، ٽالسٽاءِ ۽ ٻين ليکڪن جا ڪتاب پڙهي ڇڏيا هئا. هن بهترين ڪهاڻي "هو جر هو". 25 سالن جي عمر ۾ 1949ع ۾ لکي. 24 سالن جي عمر ۾ 1948ع کان لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين. هو بعد ۾ 1949ع ۾ شهدادڪوٽ جو پوليس پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. جتي 1951ع تائين رهيو. 1952ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري سول جج ڪيرو مقرر ٿيو. جنهن کان پوءِ ساڳئي حيثيت ۾ سکر، لاڙڪاڻي، خيرپور ميرس، سجاول، ٽنڊي الهيار ۽ حيدرآباد ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. بعد ۾ کيس سيشن جج جي عهدي تي ترقي ڏني وئي ۽ ترقي ڪندو 1972ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ ان عهدي تي 1978ع تائين رهيو. 1978ع کان 1980ع تائين ليبر ڪورٽ جو جج، 1981ع کان 1982ع تائين فيڊرل سروسز ٽربيونل اسلام آباد جو ميمبر، 1984ع کان 1985ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو سيڪريٽري ۽ 1985ع کان 1986ع تائين اينٽي ڪرپشن ڪاميٽيءَ جو چيئرمين رهيو. 10 اپريل 1986ع تي سرڪاري ملازمت تان رٽائرمينٽ حاصل ڪيائين. جمال ابڙو شيخ اياز جي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر هجڻ دوران سينڊيڪيٽ جو ميمبر ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر رهيو. سندس شاهڪار ڪهاڻين جو مجموعو "پشو پاشا" هو جيڪو تمام گهڻو مشهور ٿيو. هن ضياءَ جي مارشل لا دور ۾ "مارشل لا ۽ اسلام آباد" جي عنوان سان ڪهاڻي لکي. اها ڪهاڻي بعد ۾ "فرشتو" جي عنوان سان 'برسات' ۾ ڇپي. جمال ابڙي جي ڪهاڻين مان "پشو پاشا"، "پيراڻي"، "مان مرد"، "بدتميز"، "شاهه جو فقر"، "بدمعاش"، "منهن ڪارو"، "ڪارو پاڻي"، "مهرباني"، "خميسي جو ڪوٽ"، "لاري"، "سينڌ"، "فرشتو"، "ماءُ جي جهولي"، "لاٽ" ۽ ٻيون اهم آهن. سندس ڪهاڻين ۾ سماجي مسئلن جي اپٽار آهي. هن ڪيترائي شاهڪار مضمون پڻ لکيا، جن ۾ "شاهه محض صوفي نه هو"، "پاڪستان ٺهڻ جا اصل حقيقتون"، "عورت جي اسلام ۾ عزت ۽ آزادي" ۽ ٻيا اهم آهن. ان کان سواءِ هن سراج جي ناول "پڙاڏو سوئي سڏ" جو مهاڳ لکيو ۽ فهميده حسين جي ڪهاڻين جي مجموعي "هڪ حوا ڪئين ڪهاڻيون" جو پڻ مهاڳ لکيو. جمال ابڙي جي ڪهاڻين جا ترجما اردو، انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ ٿي چڪا آهن. هن 1974ع ۾ روس ۾ ٿيندڙ بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ پڻ شرڪت ڪئي. سندس آتم ڪٿا جا پنج جلد: 1- "ڏسي ڏوهه اکين سين" 2- "گونهي ڳالهه اسرار جي"، 3- "ڪوهر ۾ ڳاڙها گل"، 4- "ڳيندو نه وري هي وڻجارو" ۽ 5- "مَرُ پيا مينهن وسن" شايع ٿيل آهن. هن 30 جون 2004ع ۾ 80 سالن جي عمر ۾ دل جي تڪليف سبب ڪراچيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو. جتي کيس گذريءَ جي قبرستان ۾ دفنايو ويو.



**ابڙو، خدا بخش:** سنڌ جي ثقافت ۽ فنون لطيفه جو هڪ اعليٰ آرٽسٽ/ مصور، جنهن جو فن نه فقط سنڌ، پر پوري ملڪ لاءِ فخر آهي. پاڻ 12 اپريل 1957ع تي ڄائو هو. مصور، انساني جذبن احساسن ۽ تصورن جو اظهار پنهنجي فن وسيلي ڪرڻ جو ماهر آهي. هن جي مصوريءَ ۾ رنگن جي نمايان ۽ وقتائتي شموليت قابل قدر وصف آهي. هن آرٽسٽ مصور جون تصويرون ملڪ جي سڀني نمائشن ۾ شامل ٿينديون ۽ ڪاميابي حاصل ڪنديون رهيون آهن. هن سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپجندڙ سوين ڪتابن جا سر ورق ڊزائن ڪيا آهن ۽ 1978ع ۾ نيشنل بڪ ڪائونسل طرفان ايوارڊ به حاصل ڪيو آهي. ساڳيءَ طرح کيس 1979ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿيندڙ ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي جي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" جي ٽائيٽل ڪور جي تخليق تي ايوارڊ مليل آهي. 1980ع ۾ هن قومي سيمينار ۾، سنڌ صوبي جي نمائندگي ڪئي. هن نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور ۾ ڪمرشل ڊيزائننگ جي ٽيڪنيڪل تعليم حاصل ڪئي. سندس شادي سنڌ جي نامياري شاعره عطيه دائود سان ٿيل آهي. سندس ٻار 'سونهن' ۽ 'شهاڻي' ٻئي آرٽسٽ آهن. خدا بخش هن وقت روزاني انگريزي اخبار 'ڊان' سان لاڳاپيل آهي.



**ابڙو، روبينا:** روبينا ابڙو، 24 آڪٽوبر 1971ع تي ڳوٺ گهيڙلي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هوءَ سنڌي ٻوليءَ جي شاعر عورتن ۾ غزل جي شاعريءَ ۾ اهم مقام رکي ٿي. سندس غزل فني ۽ فڪري حوالي سان پختا ۽ متاثر ڪندڙ آهن. هن ادبي دنيا ۾ 1991ع کان پيرپاتڻ ابتدا ۾ ڪجهه ڪهاڻيون لکيائين جيڪي ريڊيو خيرپور جي پروگرامن ۾ نشر ٿيون. پر پوءِ هن پنهنجي لاءِ شاعريءَ جو ميدان چونڊيو ۽ شاعر عورتن ۾ نالو پيدا ڪيو. مريم مجيدي ۽ سحر امداد واري ٿهيءَ کان پوءِ واري ٿهيءَ ۾ روبينا ابڙو ۽ رخسانه پريت ئي غزل جون ٻه پختيون شاعرائون آهن. روبينا ابڙو ايم. اي سنڌي (1995ع) ۽ ايم. اي اڪنامڪس (1997ع) آهي. هوءَ گورنمينٽ گرلس مڊل اسڪول نظر محلي، لاڙڪاڻي ۾ استاد طور پڙهائي رهي آهي. سندس شاعري ۽ مضمون سنڌي ٻوليءَ جي مختلف رسالن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. هوءَ هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.



**ابڙو، شمس الدين:** لاڙڪاڻي جو هڪ اهم قانوندان، جنهن پنهنجي وقت ۾ لاڙڪاڻي جي سڀني وڏن وڪيلن تي ڌاڪو ڄمائي رکيو هو. صاحب علامه علي خان ابڙي جو وڏو پٽ هو. هو 1916ع ۾ ميهڙ لڳ ڳوٺ ساڳئي ۾ ڄائو ۽ پنهنجي والد جي نگرانيءَ ۾ تعليم ورتائين. بعد ۾ هو جهونا ڳڙهه ۾ پڙهيو. جتي هن جي استادن سندس ذهانت سبب کيس سالن تائين ياد رکيو. لاڙڪاڻي ۾ ان وقت جا وڏا وڪيل خاص ڪري خانبهادر غلام رسول کيهر (جيڪو پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ٿيو) سندس گهڻي عزت ڪندو هو. نوجوان وڪيل ذوالفقار علي ڀٽو کيس 'استاد' چئي مخاطب ٿيندو هو. ڀٽو صاحب جڏهن ايوب خان جي ڪابينه ۾ هو تڏهن هن ابڙي صاحب کي سفير ٿيڻ جي پيشڪش ڪئي. جيڪا هن قبول نه ڪئي. هن صاحب پاڪستان ٺهڻ کان اڳ وڪالت شروع ڪئي ۽ ڪامياب فوجداري وڪيل هو. سندس

آڏي ٻچا جو انداز مشهور هو اڪثر وڪيل عدالتن کان خاص مهلت وٺي سندس آڏي ٻچا ڀڃڻ ويندا هئا. طبيعت ۾ ٺهڻو ۽ توڪل پسند هو. روزانو شام جو سندس اوطاق نما آفيس ۾ شهر جا اهم ترين وڪيل سياسي حالتن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ جمع ٿيندا هئا. انهن ڪچهرين ۾ نظام الدين ميمڻ، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، عبدالوحيد ڪٽپر، دوست محمد هڪڙو ۽ ٻيا صاحب شامل هوندا هئا. سندس هڪ مقدمو 'پٽيل ڪيس' جي نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ هن بنيادي انساني حقن واري عام لتاڙ خلاف پاڪستان ۾ پهريون اهم ڪيس کٽيو هو. هن صاحب جي حياتيءَ جا واقعا سندس ننڍي ڀاءُ جمال ابڙي جي آتم ڪٿائن ۾ ڏنل آهن. هن 29 آگسٽ 1963ع تي لاڙڪاڻي ۾ 47 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. کيس قاسم شاهه بخاري واري مقام ۾ سندس والد جي پير ۾ جاءِ ڏني وئي. لاڙڪاڻي جو مشهور شمس اسڪول سندس نالي پٺيان ان ئي جاءِ ۾ قائم آهي، جيڪو علي خان ابڙي جو گهر هو.



**ابڙو، شيخ، هالائي**: هيءُ سنڌ جو بزرگ 7 شعبان 577هه - 1181ع ڌاري هالاڻيءَ ۾ پيدا ٿيو، جنهنڪري هن کي شيخ ابڙو هالائي به [illegible] آهن. هن هنگورجن جي ارباب، آري سمي جي ڌيءَ هاجره سان شادي ڪئي. تنهن وقت سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت هوندي هئي. پاڻ بزرگن جي فيض ۽ صحبت مان فيضياب ٿيڻ لاءِ ڏاڍو چاهه رکندو هو، جنهنڪري هو سورٺ (سوراشٽر) ۾ سيد عبدالهادي جميل شاهه گرناريءَ وٽ پهتو ۽ سندس مريد ٿيو. پاڻ چشتي طريقي ڪري فقراءُ ٿيو ۽ باقي ڏينهن مرشد جي خدمت ۾ گذاريائين. سندس وفات 60 سالن جي عمر ۾ 637هه - 1239ع ڌاري ٿي، ۽ سندس درگاهه سجاول ۽ جاتيءَ واري رستي تي اولهه طرف پنج ميل پري آهي.

**ابڙو، طارق عالم**: ناميارو ليکڪ، شاعر ۽ مصور. طارق عالم ابڙو 10 اپريل 1958ع تي قنبر علي خان ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي- سنڌي ادب اٿس. سندس لکيل ڊراما پڻ مختلف سنڌي چينلن تي نشر ٿيا آهن. پاڻ مختلف اخبارن ۾ ڪالم پڻ لکندو رهي ٿو. کيس مصوري ۽ فوٽو گرافيءَ سان گهڻي دلچسپي آهي. سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملازمت دوران هو ٻارن جي ماهوار رسالي "گل ڦل" جو ايڊيٽر رهيو آهي ۽ هن وقت ٽماهي "مهراڻ" مخزن جو سب ايڊيٽر آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "رات، سانت" ۽ "سرجڻ" (ڪهاڻيون: 1981ع)، "رهجي ويل منظر" (ناول: 1985ع) (ڪيترائي ڇاپا)، "سورن اوڇا ڳات" (هائيڪا- شاعري: 1990ع)، "ڳنڍن تنهنجا ڪيڏا روپ" (سفرنامو: 1991ع)، "سچائيءَ جي ڳولا" (ڪهاڻيون 1998ع).



هن وقت هو سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

**ابڙو عبدالحق**: ريڊيو آرٽسٽ ۽ صداڪار حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جي ڳوٺاڻن ڀائرن جي پروگرام (فتح خان جي ڪچهري) جي ڪردار "ڄاڻو" جي نالي سان مشهور ٿيو. عبدالحق ابڙو نور محمد هاءِ اسڪول ۽ مسلم ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ ڪاليج جي زماني ۾ ڊرامن ۾ ڪم ڪندو رهيو. هن ايم. اي سنڌي ادب ۾ ڪئي ۽ ڪيترن ئي ڊرامن ۾ حصو ورتو.

عبدالحق ابڙو شروع کان ئي ڊرامن ۾ حصو وٺندو هو ۽ اسٽيج جو معروف فنڪار هو. هن سنڌي فلمن ۾ يادگار ڪردار ادا ڪيا. ڪيترن ٽي وي ڊرامن ۾ پڻ ڪم ڪيائين. پاڪستان حڪومت فني خدمتن جي مڃتا طور کيس تمغه امتياز ڏنو. عبدالحق ابڙو 1937ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ ڄائو ۽ 17 سالن جي عمر ۾ اسٽيج ناٽڪ ۾ ڪم شروع ڪيائين. جڏهن حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن کلي ته کيس 1957ع ۾ اسٽاف آرٽسٽ طور نوڪري ڏني وئي. هن 1997ع ۾ رٽائر ڪيس پر پوءِ به هو ڪانٽريڪٽ تي ريڊيو سان لاڳاپيل رهيو. عبدالحق ابڙو ٻارڙن جي پروگرام ۾ "ماما مکڻ" جي حوالي سان ٻارن ۾ گهڻو مقبول ٿيو.



سنڌ جو هي گهڻ پاسائين صلاحيت رکندڙ فنڪار سنڌيءَ کان علاوه اردو، گجراتي، بلوچي، پنجابي ٻولين به ڄاڻندو هو ۽ انهن ٻولين جي ڊرامن ۾ پڻ ڪم ڪيائين. هن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي لاتعداد پروگرامن ۽ ڊرامن ۾ ڪم ڪيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم دوران مرزا قليچ بيگ جو ڊرامو 'انڪوائري آفيسر' اسٽيج ڪيائين ۽ انعام طور کيس وائيس چانسلر ڪپ مليو. 66-1965ع ۾ سنڌي مزاحيه پروگرام "گلدستو" گهڻو مشهور ٿيو.

سندس پهريون ٽي وي ڊرامو مرزا قليچ بيگ جو ڊرامو "زينت" هو ۽ پهرين سنڌي فلم "محبوب مٺا" هئي. ان کان علاوه هن "رنگ محل"، "گهونگهٽ لاهه ڪنوار"، "سنڌڙيءَ تان صدقي"، "بادل" ۽ ٻين فلمن ۾ به ڪم ڪيو. هن پاڻ به ڪيترا ڊراما لکيا ۽ انهن جي هدايت ڪاري به ڪئي. هو ميوزڪ جو به ڄاڻو هو.

هو 6 ڊسمبر 2000ع تي 63 سالن جي عمر ۾ حيدرآباد ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. کيس مسو پرڳڙي لڳ آبائي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**ابڙو، ڊاڪٽر عبدالحي**: اديب، دانشور ۽ عالم ڊاڪٽر عبدالحي ابڙو 20 سيپٽمبر 1961ع تي دوداپور پٽو ويجهو 'ٺٺون ڳوٺ' تعلقي ڳڙهي خيري ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي. پنجاب يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (عربي). وفاق المدارس مان شهادة العالميه. انٽرنيشنل اسلامڪ يونيورسٽي اسلام آباد مان ايل ايل. ايم (شريعه) ۽ ڪنگ سعود يونيورسٽي رياض مان سرٽيفڪيٽ ڪورس ڪرڻ سان گڏوگڏ پاڻ فقه/ اسلامڪ ڪلچر ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ هيٺ پي. ايڇ ڊي ڪئي اٿس. ان کان سواءِ اسڪاٽلنڊ، برطانيا جي گلاسڪو يونيورسٽيءَ مان پوسٽ ڊاڪٽوريٽ فيلوشپ پڻ ڪيل اٿس. انٽرنيشنل اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد جي شريعه ۽ قانون واري فئڪلٽيءَ سان 1985ع کان اسلامي قانون جي اُستاد طور لاڳاپيل آهي. يونيورسٽيءَ جي دعوه اڪيڊميءَ ۾ سنڌي شعبي جو سربراهه پڻ رهي چڪو (هينئر اهو شعبو ڪراچيءَ جي ريجنل دعوه سينٽر ۾ ضم ٿي ڪراچيءَ منتقل ٿي ويو آهي). عربي ٻوليءَ تي خاص دسترس رکي ٿو. ديني ادب کي ترقي ڏيارڻ ۽ رسالي ذريعي اسلامي دعوت لاءِ پاڻ 1991ع کان ماهوار "السنڌ" شايع ڪندو پيو اچي، جيڪو اسلام آباد مان نڪرندڙ پهريون سنڌي رسالو آهي. ابڙي صاحب سنڌي زبان ۾ ڪن اهم ڪتابن جو ترجمو پڻ ڪيو آهي، جن ۾ سيد زوار حسين شاهه جي ڪتاب "زبدة الفقه" جا ٽي حصا

شامل آهن علمي ۽ تحقيقي موضوعن تي عربيءَ جي مشهور ليکڪن ۽ مفڪرن جون لکڻيون ترجمو ڪرڻ سان گڏوگڏ اسلامڪ ٿنڪنگ تي عربيءَ ۾ هڪ ڪتاب پڻ لکيو اٿس. امام ابوحنيفہ بابت اداره تحقيقات اسلامي اسلام آباد پاران ڪرايل بين الاقوامي سيمينار ۾ پڙهيل چونڊ مقالن تي ٻڌل ڪتاب مرتب ڪيو اٿس. جيڪو مٿين اداري پاران شايع ڪيل آهي. ٻاڻ قاضي عبدالرزاق جي ترجمي کي آڏو رکي، قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيو اٿس. شهيد مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جي عربيءَ ۾ لکيل "شرح ابيات سنڌي" ايڊٽ ڪئي اٿس. جيڪا تصوف بابت عربيءَ ۾ لکيل تفصيلي مقدمي سان شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد پاران ڇپائيءَ هيٺ آهي. عربي بوليءَ ۾ سندس لکيل مقالا ملڪ جي ٻين يونيورسٽين جي مخزنن ۾ ڇپجندا رهيا آهن.



**ابڙو، عبدالڪريم چشتي:** مولانا عبدالڪريم ولد عبدالله ابڙو "چشتي" سن 1314هہ مطابق 1896ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم پنهنجي ويجهي عزيز مولانا غلام رسول چشتيءَ وٽان حاصل ڪيائين عربي ۽ فارسيءَ جي وڌيڪ تعليم شڪارپور جي "وڪٽوريہ جوبلي انسٽيٽيوٽ" ۾ مولانا عبدالرحمان ميمڻ وٽ حاصل ڪري 1917ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو فارغ ٿيڻ کان پوءِ 1917ع ۾ انڊين هوم رول ليگ ۾ شامل ٿيو سن 1918ع ۾ ڪانگريس ۾ آيو هن شڪارپور ۾ "انجمن مجاهدين اسلام" تنظيم قائم ڪئي 1919ع ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ 1920ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو هن 1912ع ۾ شڪارپور ۾ "محموديہ عربيہ مدرسو" نالي قائم ڪيو 1924ع ۾ "انجمن اشاعت الاسلام شڪارپور" جو بنياد رکيائين ان کان پوءِ تبليغ ۽ تنظيم جو ڪم ڪندو رهيو سال 1927ع کان 1929ع تائين صحافت سان واسطو رهيس 1950ع ۾ ٻارهين "سنڌي ادبي ڪانفرنس ۾ "محبانِ سنڌ" جو خطاب حاصل ڪيائين. ساڳئي سال ۾ شڪارپور ميونسپل جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ پريزيڊنٽ ٿي رهيو ان کان علاوه نيو ايرا هاءِ اسڪول موجوده قاضي حبيب الله هاءِ اسڪول شڪارپور جو چونڊيل صدر "مدرسہ عربيہ محموديہ" شڪارپور جو صدر، "انجمن اهل سنت" شڪارپور جو صدر، "انجمن طلباء شڪارپور" جو صدر، جمعيت العلماء اسلام شڪارپور جو نائب صدر ۽ جامع دينيہ دارالهديٰ ٺيڙهي جو نائب صدر ٿي رهيو مولانا صاحب 55 ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان 7 فارسيءَ ۾ ۽ باقي سنڌي زبان ۾ آهن. مولانا صاحب حياتيءَ ۾ 3 حج ڪيا. هن 1964ع ۾ وفات ڪئي.



**ابڙو، علامہ مستانو سيوهاڻي:** ابڙي علامہ مستاني سيوهاڻيءَ جو اصل نالو رحمت الله ابڙو آهي. جنهن محمد صديق ابڙي جي گهر ۾ ڳوٺ پياري واهڻ، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 12 مئي 1947ع تي جنم ورتو هي پوليٽيڪل سائنس ۾ بي اي (آنرس) ۽ ايل ايل بي هي پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪيائين 1950ع کان وٺي شعر ڪهاڻيون، مضمون، مزاحيہ ڪالم، مقالا، تنقيدون ۽ تبصرا لکيائين. جيڪي سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن ۾ ڇپيا. هن پورا ويهه (20) سال (1961ع کان 1984ع) قلمي نالي 'علامہ مستاني سيوهاڻي' سان مختلف اخبارن: عبرت، سنڌ نيوز، عبرت مئگزين ۽ رسالن ۾ مزاحيہ ڪالم لکيا. هي صحافي ۽ فنڪار هئڻ سان گڏ علم موسيقيءَ جو ڄاڻو بہ هو هن جي لکڻ جو اسلوب منفرد. وٽس معاشري جي برائين کي مزاحيہ رنگ ۾ پيش ڪرڻ جو فن هو هن جو هڪ ناول "ٻير جي ونگهري" عنوان سان مشهور شاعر اسحاق راهي، سرمد پبليڪيشن ميهڙ پاران 1982ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. علامہ مستاني سيوهاڻي 27 اپريل 1982ع ۾ وفات ڪئي.

علامہ مستاني سيوهاڻيءَ جو نالو مزاحيہ ادب جي حوالي سان سنڌي ادب جي تاريخ ۾ هميشہ ياد رهندو.

**ابڙو، علامہ علي خان:** علي خان ابڙو ولد عمر خان فقير ساڪڻي (ابڙو) 1888ع ڌاري تعلقي ميهڙ جي ڳوٺ منگواڻيءَ ۾ ڄائو سندس والده جو نالو بصره خاتون هو عمر فقير صوفي منش، عقل فهم جو مالڪ هو ۽ شريعت ۽ روزي نماز کان ٻاهيرو هو 'دوزخ کي ڊڄڪو ۽ بهشت کي دلاسو' سمجهندو هو هن پنهنجن سڀني پٽن کي پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو ان طرح علي خان ابڙو اسڪول وڃڻ لڳو ۽ ٻارهن ورهين جي عمر ۾ 1901ع ۾ سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿيو.



1906ع ۾ سنڌ مدرسي مان مئٽرڪ ڪيائين. پرنسپال واٽس صاحب جي همت افزائيءَ سان جهونا ڳڙهہ ۽ بمبئيءَ مان تعليم ورتائين ۽ فيلو ٿي رهيو 1912ع ۾ ايم. اي ڪيائين هو تعليمي ڪيريئر ۾ مئٽرڪ کان ايم. اي تائين سڄي بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر ايندو رهيو مرحوم دلي چاهہ سان سڄي ويجاري تعليم کاتي کي پسند ڪيو ۽ تعليمي خدمتن جو آغاز اين جي وي هاءِ اسڪول ۾ ماستريءَ سان ڪيائين رات ڏينهن ڪتابن جي انبار ۾ غرق رهيو ادب، مذهب، تاريخ ۽ يورپي مفڪرن جا هزارين ڪتاب شوق سان پڙهيائين مولانا حاليءَ جو مسدس پڙهڻ کان پوءِ اسلام ڏانهن علمي رغبت ۾ اضافو ٿيس. ان وقت شايد ئي ڪو اهڙو انگريزي، فارسي يا اردو زبان ۾ شايع ٿيل ڪتاب سندس مطالعي کان رهجي ويو هجي. خاص دلچسپي وٺي عربيءَ ۾ مهارت حاصل ڪيائين ۽ قرآن شريف جي سڀني مشهور تفسيرن جو مطالعو ڪيائين ان کان پوءِ هن اسلام ۽ الله تعاليٰ جي جمالياتي پهلوئن تي لکيو ۽ وقت جي ڪن پيرن، گادي نشينن، مجاورن ۽ مولوي صاحبن جي دنياوي عملن کي بنياد بنائي 'رسومات تباهي' نالي ڪتاب لکيو ان کان پوءِ ڍڳهرڪن مولوين ۽ پير صاحبن، مٿس 'ڪافر' هجڻ جون فتوائون جاري ڪيون. هن نہ رڳو قلم ۾ مباحثن ۽ تقريرن ۾ هر جاءِ تي تمام نهٺائيءَ سان پنهنجو موقف رکيو سندس چوڻ هو تہ "اسلام ملائيت، فرعونيت ۽ قارونيت کي ختم ڪرڻ لاءِ آيو آهي". سندس آخري اڌوري مضمون (آگسٽ 1953ع) جون ڪجهہ سٽون آهن تہ "جيڪو بہ ٻئي تي حڪومت ٿو هلائي، سو ٻاڻ کي خدا ٿو سڏائي ۽

آهن ته "جيڪو به ٻئي تي حڪومت ٿو هلائي، سو ٻاڻ کي خدا ٿو سڏائي ۽ جيڪو به ٻئي جي غلامي ٿو ڪري، سو به خدا کي ڇڏي ٻين جي پوڄا ٿو ڪري". سندس عقيدو هو ته "انقلاب جو بنياد اخلاق" آهي.

علي خان ابڙي جي ڪجهه ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي (1). حالات نبوي، (2). احاديث نبوي، (3) رسومات تباهي، (4). تعليمات اسلام (به حصا)، (5). اسلام ۽ ترقي (چار حصا)، (6). اخلاقي گلدستو، (7). اسلام ۽ چونڊون، (8). اسلام ۽ ڪميونزم، (9). اسلام جو مالي نظام، (10). اسلام ۽ ڪميونزم (انگريزيءَ ۾)، (11). يوسف زليخا (ڊرامو)، (12). علم ۽ ديني علم"، (13). "سولي سنڌيءَ جي تاريخ"، (14). "ڪنلس جاگرافي"، (15). "ڪٿون اروگيه وگيان" (علم صحت)، (16). "اخلاقي ۽ مذهبي تعليم"، (17). "قرآن ۽ ڪانسٽيٽيوشن"، (18). "ترقي سنڌ مسلم"، (19). "پيستالازي"، (20). "سنڌي گرامر" وغيره شامل آهن. انهن ڪان سواءِ ابڙي صاحب جا ڪوڙ سارا مضمون ملا اسڪول مخزن، توحيد ۽ الوحيد اخبارن ۾ شايع ٿيا. سندس مضمونن جو هڪ مجموعو "انساني پلاڻن جو ديني شعور" سنڌيڪا اڪيڊميءَ شايع ڪيو آهي. تازو، سندس علمي خدمتن جو تقريباً سڄو رڪارڊ جمع ڪيو ويو آهي، جيڪو "علي خان ابڙو، علمي خدمتون" جي ٽائيٽل سان اشاعت هيٺ آهي.

سندس لکڻ ۾ طنز يا ٽوڪ نه هئي. هو "علم براءِ اصلاح" جو قائل هو. عمل ۽ اعمال وٽس ڪسوٽي هئا. تعليم جو شعبو سندس تحريرن ۽ جهاد جو بيو اهم ترين دائرو آهي. تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ هو سنڌ جي جيءَ جيءَ ۾ ويو ڪانفرنسون ڪرايائين، ليڪچر ڏنائين ڪچي، ڪاچي ۽ ٿرجي دور دراز علائقن ۾ اڻن تي ويندو هو. هر هنڌ ماسترن ۽ مولوي صاحبن کي ٻارن جي نفسيات سمجهائيندو ۽ پڙهائڻ جا طريقا ٻڌائيندو هو. هن ايتري جانفشانيءَ سان ڪم ڪيو، جو وقت جي انگريز آفيسر لکيو ته "He works with missionary spirit". ابڙي صاحب جي ذاتي لائبريري 1942ع واري وڏي ٻوڏ ۾ لڙهي وئي. سندن دوستي علي بخش جتنا، الله بخش انصاري، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، ميان شمس الدين قريشي سان هئي. علامه دائود پوٽي سان سندس دلي دوستي هئي. محمد عثمان ڏيپلائي کانئس گهڻو متاثر هو. مولانا عبدالحق نصرپور وارو ۽ مولانا محمد اسماعيل مسو وارو وٽس ايندا هئا. باقي مولانا محمد صادق کڏي واري وٽ ٻاڻ وڃي علم ۽ فيض حاصل ڪيائين. مولانا تاج محمد امروٽي صاحب کان گهڻو متاثر هو ۽ اڪثر وٽن ويندو هو.

1930ع ۾ مستقل لاڙڪاڻي لڏي آيو ۽ شهر جي ڪرمان باغ پاڙي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. تعليم کاتي ۾ مختلف اسڪولن ۾ پرنسپال جي حيثيت سان ملازمت ڪيائين، جن ۾ مدرسو هاءِ اسڪول ميرپور خاص به شامل هو. 1944ع ۾ رٽائر ڪيائين. تعليمي خدمتن جي مڃتا طور انگريز سرڪار ابڙي صاحب کي خانبهادر جو لقب ڏيڻ چاهيو پر هن اهو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. بعد ۾ نواب غيبي خان چانڊيو ابڙي صاحب کي پنهنجي پوٽي سلطان احمد خان جو اتاليق مقرر ڪيو، جيڪو پوءِ چانڊين جو نواب ٿيو.

علي خان صاحب 1945ع قاري قرآن پاڪ جو تفسير ۽ ترجمو لکڻ شروع ڪيو ۽ جون 1954ع ۾ مڪمل ڪيائين. اهو "تفسير المنير" اٽڪل 1200 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 1998ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران شايع ٿيو. علي خان ابڙو صاحب تاريخ 16 جولاءِ 1954ع تي لاڙڪاڻي ۾ دل جي عارضي سبب انتقال ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه لاڙڪاڻي شهر ۾ درگاهه قائم شاهه بخاري لڳ قبرستان ۾ آهي. سندس اولاد ۾ شمس الدين ابڙو وڪيل لاڙڪاڻي جي مشهور ۽ قانوندان شخصيت ٿي رهيو. ٻيو نمبر پٽ ناميارو ليکڪ جمال ابڙو عدليه جي شعبي سان وابسته رهيو ۽ ٽيون نمبر پٽ انجنيئر ڪمال الدين ابڙو هو.

**ابڙو، غلام مصطفيٰ:** سنڌ جو هي فنڪار، غلام مصطفيٰ ابڙو شاهپورچاڪر ۾ پيدا ٿيو 12 - 13 سالن جي عمر ۾ سنڌ جي قديمي ساز گهڙي (گهاگهر) وڄائڻ ۾ تمام گهڻي مهارت حاصل ڪئي. هن گهڙي وڄائڻ جو فن مرحوم علي بخش ڪوريءَ کان حاصل ڪيو. سندس چوڻ هو ته وڄت ۾ "ڪٿي" رکڻ وڏي اهم ڳالهه ٿئي ٿي وڄت جا ڪيترائي "تار" مشهور آهن جن مان "ڪلواڙو" وڄائڻ سولو ۽ "ڪاڌرو" ۽ "ٽين تار" ڏکيو آهي. مگر هو انهن تارن کي به وڄائي ويندو آهي. هن سنڌ جي نامورن ۽ سريلن ڳائڻن سان گڏ گهڙو وڄايو آهي. جن مان استاد منظور علي خان، عابده پروين، وحيد علي، مصري خان جمالي ۽ جلال چانڊيو قابل ذڪر آهن.

**ابڙو، غلام هالائي:** غلام رسول "غلام" ولد لطف الله خان ابڙو پنهنجي والد جي نوڪريءَ دوران 4 جولاءِ 1920ع تي ٽنگر ٽئي ۾ پيدا ٿيو "غلام" هالائي فائينل جو امتحان پاس ڪري 1946ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ٻاڻ هڪ سٺي استاد سان گڏ سٺو مصور، اديب، شاعر ۽ موسيقار به هو. ڪيس گهڙي وڄائڻ ۾ مهارت حاصل هئي. استاد ٻيبي خان ۽ استاد منظور علي خان سان ڪيترا ڀيرا گهڙي تي سنگت ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيائين. ٻاڻ هڪ بهترين ڊراما نويس پڻ هو ۽ ڪيترائي پنهنجا ڊراما اسٽيج تي پيش ڪيائين. "غلام" صاحب شعر و سخن جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. "بزم رفيق" ۽ "بزم طالب المولىٰ" سان خاص طور وابستگي هيس ۽ "الخالق ادبي اداري" جو پڻ بنياد رکيائين. رٽائرڊ ٿيڻ بعد "سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن" هالا جي زير اهتمام "روشن تارا" اسڪول جو آخري عمر تائين ائڊمنسٽريٽر ٿي رهيو. 27 آگسٽ 1984ع تي انتقال ڪيائين ۽ هالا ۾ پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ دفن ٿيو.

**ابڙو، محمد سليمان "سليم":** مولانا محمد سليمان ولد ابڙو فقير ڳوٺ ملان ابڙا تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن ديني تعليم مولانا غلام عمر جتوئيءَ وٽ "مدرسه دارالفيض" مان حاصل ڪئي. ٻاڻ مولانا جتوئيءَ جو پيارو شاگرد هو. هن جون صادر ڪيل فتوائون پڻ تحرير ڪندو هو مولانا محمد سليم جتوئي صاحب جي ڪتب خاني مدرسه دارالفيض جو انچارج به ٿي رهيو ۽ ديني تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هو ڳوٺ ڪارڙن واري مسجد ۾ قائم ڪيل مدرسي ۾ مدرس مقرر ٿيو مولانا محمد سليمان ابڙو پنهنجي وقت جي سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ وڌي چڙهي شرڪت ڪندو هو. تحريڪ خلافت دوران لاڙڪاڻي ڪانفرنس ۾ حصو ورتائين. ٻاڻ سٺو شاعر هو ۽ "سليم" تخلص هيس. مولانا سليمان "سليم" جي شاعري غزلن، مولودن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. سندس تحرير ڪيل ديني ڪتاب ۽ شعري مجموعو قلمي صورت ۾ سندس پاڻيٽي محمد احسان ولد محمد حسن وٽ موجود آهي.

**ابڙو، مولوي حڪيم قاضي "خاڪ":** مولوي حڪيم قاضي "خاڪ" ابڙو ولد حاجي قاضي عبدالله ابڙو، "حقير" عالم، فاضل ۽ فن حڪمت ۾ نهايت قابل ٿي گذريو آهي. سندس تصنيف ڪيل ڪتاب "انيس المومنين" ۽ "ديوان خاڪ" قلمي موجود آهن. سندس شعر گهڻو چيل آهي.

**ابڙو نجم الدين:** نجم الدين ولد ولي محمد ابڙو 4 اپريل 1944ع تي ڳوٺ ڪنڊو تعلقي وارهه ۾ ڄائو هو ايم. اي سان گڏ قانون جي به ڊگري رکندڙ آهي. پيشي جي لحاظ کان زميندار ۽ وڪيل آهي. 12 سال کن تعليم کاتي ۾ به



نوڪري ڪيائين. قانون جي ڊگري حاصل ڪرڻ بعد سرڪاري نوڪري ڇڏي 1969ع ۾ پ پ پ ۾ شامل ٿيو. هن 2002ع ۽ 2008ع جي چونڊن ۾ قمبر-شهدادڪوٽ جي تڪ 42 تي چونڊ کٽي. تعليم، قانون ۽ انساني حقن بابت سنڌ اسيمبليءَ جي ڪميٽين جو ميمبر آهي. سندس مستقل رهائش ڳوٺ لڪنو ۽ قمبر ۾ آهي.

**ابڙو نصرت حسين:** نصرت حسين ابڙو شڪارپور ضلعي جي ڳوٺ مدئجيءَ ۾ ڀهرين ڊسمبر 1938ع ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم پنهنجي علائقي جي اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. ان بعد سنڌ جي ٿڌ سماءِ واري ڪاتي ۾ ملازمت شروع ڪيائين ۽ اتان ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. نصرت حسين 22 جنوري 2004ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. نصرت ابڙي سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن ۾ سنڌ جي مختلف ماڳن ۽ شخصيتن جي باري ۾ مضمون لکيا. سندس ڪتاب "ڪراچي روشنين جو شهر" مشهور آهي. هن



هڪ ٻيو ڪتاب 'سنڌ جا ڪالم نگار' جي نالي سان پڻ آهي. هن شاهه لطيف جي تڪين تي سٺو مواد جمع ڪيو هو جيڪو ڇپائي نه سگهيو. پاڻ مدئجي لڳ شاهه لطيف جي تڪئي جو سنڀاليندڙ به هو.

**ابڙو وڏ وڙو (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مصنف مهدي شاهه آهي. مهدي شاهه پنهنجي ڪتاب 'ابڙو وڏ وڙو' ۾ سنڌ جي تاريخ تي سرسري نظر وجهڻ بعد ابڙا قبيلي جو مفصل احوال قلمبند ڪيو آهي. هي ڪتاب شاهه لطيف اڪيڊمي شڪارپور وارن 2005ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ 593 صفحا موجود آهن ۽ ڪيترا ماڳن مڪانن ۽ شخصيتن جا پڻ فوٽا ڏنل آهن.

**ابڙو، وريل فقير:** وريل فقير ولد حمل خان 1842ع ڌاري ڳوٺ ڏنل ابڙي تعلقي قمبر اڳوڻي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ۾ پاڳنازيءَ جا رهاڪو هئا. وريل ننڍي هوندي مال چاريندو هو ۽ جهنگ جهر ۾ سريلي آواز ۾ ڪافيون ڳائيندو هو. انهيءَ زماني ۾ ڳوٺ ڏنل ابڙي ۾ هڪ درويش الله ڏني فقير جيڪو پاڻ شاعري ڪندو هو، اچي پنهنجو آستانو اڏيو. وريل فقير الله ڏني فقير جا بيت ۽ ڪافيون ڳائيندو هو. جڏهن الله ڏني فقير وريل جي واتان پنهنجا شعر بيحد سريلي آواز ۾ ٻڌا ته بيحد متاثر ٿيو ۽ وريل کي دل سان دعا ۽ داد ڏنائين. وريل فقير به الله ڏني فقير کان متاثر ٿيو ۽ درويش الله ڏني کي پنهنجو مرشد تسليم ڪيائين. ان بعد محفلون منعقد ٿيڻ لڳيون ۽ اوري ڀري جا ڪيئي فقير، صوفي، سالڪ، راڳي ۽ ڳائڻا وقت بوقت فقير سان ملڻ ۽ وحدت جي وات ٻڌڻ لاءِ پيا ايندا هئا. ان کان علاوه وقت جا مشهور ڳويا به وٽس ايندا هئا. پاڻ جهان گشتي به ڪيائين. اڪثر پيدل سفر ڪندو هو. قلندر لال شهباز جي درگاهه تي به حاضري ڏيندو رهيو. سندس شاعري بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. هن سنڌيءَ کان علاوه سرائڪيءَ ۾ پڻ ڪلام چيو. وريل فقير 7 صفر 1338 هجري مطابق 1919ع تي وفات ڪري ويو.

**آبڙيجا:** سنڌ جي سماٽن جي هڪ ذات، جنهن جو شجرو هيٺينءَ طرح آهي:

ابڙيجن جو ڏاڏو ابڙو پٽ لاکو پٽ ڪلهو پٽ ڄام لاکو پٽ ڄام راهو پٽ ڄام جونڙو. اهو سلسلو مٿي سنڌ جي سمن جي ڏاڏي هسيت سان وڃي ملي ٿو.

**ابڙيجاڻي:** مٽياري ضلعي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'مالڪ شاهه جي وسي'، 'ڪوسا'، 'گلش شاهه جي وسي' ۽ 'بقادار شاهه جي وسي' ڳوٺ آباد آهن.

**ابل فقير منگاڻي:** ابل فقير 1942ع واري حُر تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو جيڪو ڳوٺ ٻاٺونٽ مري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جو رهاڪو هو. هن جو پير شهيد صبغت الله پاڳاري جي غازي حرن ۾ شمار ٿيندو هو. ڪيس 'ابوالخير' جو لقب پير سائينءَ پاڻ ڏنو هو. ابل فقير انگريزن سان وڙهيو ۽ هٿيار هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجن دوستن سان گڏجي ٿاڻا به ڦريائين، جن ۾ ٻوبي ٿاڻو ۽ ڪاٺوٽ ٿاڻو شامل آهن. ابل فقير هالن جي پرسان سيلاٽي فقير واري هنڌ تي وڙهيو هو جنهن ۾ هن ملٽري ۽ سپاهين سان مڙس ٿي مقابلو ڪيو. ڏهه سال انگريزن سان وڙهيو ۽ سي. آءِ. ڊي پوليس هٿان گرفتار ٿيو. ڪيس ويهه سال سزا لڳي، پر ٻه ٽي سال قيد ڪاٽڻ کان پوءِ سينٽرل جيل مان سائين سميت ڀڄي نڪتو. ان کان پوءِ سن آيو جتي ٻيهر گرفتار ٿيو ۽ ڪيس ٺاهي گهاٽ ۾ رکيو ويو. اهو ڪيس پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هليو جنهن ۾ ڦاسيءَ واري سزا لهي ويس ۽ ڏهه سال سزا ڏنائونس. ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ ابل فقير آزاد ٿيو.

**ابلق:** گهوڙي جو هڪ رنگ، اهڙو گهوڙو، جنهن جي ٻت تي وڏا اڇا ڪارا (ڪارو ابلق) يا اڇا ڳاڙها (ڳاڙهو ابلق) ڏڳ هجن.

**ابل ويسر وارو دڙو:** اسلامي دور سان تعلق رکندڙ هي ماڳ، نريءَ جي ڳوٺ کان ٽن ميلن تي ديهه سائيس، تعلقو ميرواهه ضلعي خيرپورميرس ۾ آهي. هي هڪ وڏو دڙو آهي، جيڪو اوچائيءَ ۾ 15 کان ويهه فٽ ٿيندو، ٽن جُتن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. گهڻو حصو زرعي آباديءَ هيٺ اچي چڪو آهي. مٿاڇري تي پيل ٺڪراٺو اسلامي دور کان ٿورو اڳ ۽ ان جي شروع واري زماني سان پيٽي سگهجي ٿو. هن جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ابليس:** شيطان جو نالو جيڪو اول عبادت ڪري ملائڪن جي مقرب درجي کي پهتو، پر پوءِ حضرت آدم کي تعظيمي سجدو نه ڪرڻ ڪري لعنتي ٿي بهشت مان تڙجي نڪتو.

'ابليس' جي لفظي معنيٰ 'آهي بي خبري، حق جي رحمت کان مايوسي ۽ غمگيني. قرآن شريف ۾ ابليس انهيءَ کي چيو ويو آهي، جنهن الله جي حڪم جي انحرافي ڪئي ۽ قيامت تائين انسان کي ڀلائڻ جي مهلت ورتي. ابليس کي دنيا ۾ شر ۽ فتني فساد جو سرچشمو سمجهيو ويندو آهي.

**ابن الاثير:** ابن الاثير جو سڄو نالو عزالدين بن ابوالڪرم اثيرالدين موصلي هو، جيڪو الجزائر جي شهر الجزيره ۾ ڄائو. موصل ۽ بغداد ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي سڄي ڄمار موصل ۾ تصنيف ۽ تاليف ۾ گذاريائين. سندس سڀ کان مشهور ڪتاب 'الڪامل في التاريخ' آهي، جنهن ۾ ابتدا کان وٺي 628هه/ 1231ع تائين جا تاريخي واقعا هر سال جي حساب سان آندل آهن.

هن جي ٻي مشهور تاليف 'اُسد الغابة في معرفة الصحابة' آهي، جيڪا ساڍن ستن هزارن اصحابين جي زندگيءَ جي حالات تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ هن 'موصل' جي شاهي خاندان جي تاريخ به لکي ۽ 'اللباب' جي نالي سان سمعانيءَ جي ڪتاب 'الانساب' جو خلاصو لکيائين. هن جي ولادت 555هه/ 1165ع ۾ ٿي ۽ 630هه/ 1233ع ۾ وفات ڪيائين.

**ابن العربي:** تصوف جي وحدة الوجود واري فلسفي جو شارح شيخ ابوبڪر محي الدين محمد ابن علي، جيڪو 'شيخ اڪبر' ۽ 'ابن العربي' جي نالن سان مشهور آهي، 17 رمضان 560 هه/28 جولاءِ 1165ع تي اندلس جي شهر مرسيا

۾ ڄائو سندس تعلق عرب جي مشهور قبيلي 'طائي' سان هو ۽ پاڻ مشهور سخي حاتم طائيءَ جي نسل مان هو. تنهنڪري کيس 'الحاتمي الطائي الاندلسي' بہ سڏيو وڃي ٿو.

1173ع ۾ ابن العربي 'اشبيليہ' پهتو ۽ ٽيهہ سال اتي جي عالمن ۽ صوفين کان ظاهري ۽ باطني علم وٺندو رهيو. ان کان پوءِ حج جي سعادت حاصل ڪري بيت المقدس پهتو ان کان پوءِ بغداد ۽ حلب آيو هر هنڌ سندس تڪريم ۽ تعظيم ٿيندي هئي. انان کان پوءِ 39 سالن جي عمر ۾ 598هہ/ 1201ع ۾ هو مشرقي ملڪن ڏانهن روانو ٿيو پهرين مصر پهتو ڪجهہ عرصو اتي رهڻ کان پوءِ بيت المقدس، مڪي شريف، بغداد، حلب ۽ آخر ۾ دمشق ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪئي ۽ اتي ئي 638 هہ / 1240ع ۾ وفات ڪيائين. جبل قاسيون ۾ دفن ٿيل آهي.

ابن العربي تصوف ۾ وحدة الوجود جو فلسفو متعارف ڪرايو ۽ سڀ کان پهرين پاڻ ئي، پنهنجن ڪتابن ۾ انهيءَ فلسفي جي شرح بيان ڪيائين 'فتوحات مڪيہ' ۽ 'فصوص الحڪم' ان سلسلي ۾ سندس نالي وارا ڪتاب آهن. هن جي ٻين تصنيفن ۾ 'مفاتح الغيب'، 'تنزلات'، 'ترجمان الاشواق'، 'الآيات المتشابهات'، 'ذخائر الاعلاق' وغيره قابل ذڪر آهن. مٿيان ڪتاب تفسير، حديث، فقہ، سيرت، علم و ادب ۽ وحدة الوجودي فلسفي (همہ اوست) تي لکيل آهن. هن جي ڪتابن جو انداز 300 ڪن آهي.

ابن العربيءَ جا 'فتوحات مڪيہ'، 'فصوص الحڪم' ۽ 'تنزلات' ڪتاب سندس پختي فڪر جا ترجمان آهن ۽ هنن ئي ڪتابن ۾ همہ اوست واري صوفيائي فلسفي کي کولي بيان ڪيو ويو آهي. هڪ حد تائين فصوص الحڪم، قرآن شريف جو تفسير بہ آهي.

ابن العربي اهو پهريون مسلمان مفڪر آهي، جنهن ڪلام الاهيءَ جي روشنيءَ ۾ انسان ڪامل جي باري ۾ هڪ مڪمل نظريو پيش ڪيو سندس تصنيفون الاهيات ۽ تصوف جي حوالي سان شاهڪار ۽ بنيادي اهميت رکندڙ آهن سنڌ جا اڪثر صوفي شاعر ڪانئس متاثر آهن. جن ۾ شاهہ لطيف سرفهرست آهي.

**ابن النديم:** ابوالفرج محمد بن اسحاق النديم الوراق البغداديءَ 385 هہ/995ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڄم جو سن نہ ٿو ملي ۽ نہ ئي سندس حياتيءَ جو احوال معلوم آهي. ڀر لفظ 'وراق' مان خبر پوي ٿي تہ هو ڪتابن جو ڪاروبار ڪندو هو. هن 377 هہ/987ع ۾ عربي ڪتابن جي جامع فهرست شايع ڪئي. جيڪا پوءِ 'فهرست ابن النديم' يا 'الفهرست' جي نالي سان مشهور ٿي. فهرست ۾ اهي سڀ ڪتاب شامل آهن، جيڪي انهيءَ عهد ۾ عربي ٻوليءَ ۾ موجود هئا. يا ٻين ٻولين مان ترجمو ٿي عالم اسلام ۾ شامل ٿي ويا هئا. هن علم جي هر شاخ لاءِ الڳ باب لکيو ۽ ان فن جي مختصر تاريخ بيان ڪرڻ کان پوءِ سڀني مشهور مصنفن ۽ انهن جي تصنيفن کي تاريخ وار ترتيب سان لکيو.

ابن النديم ان وقت جي سنڌ جي ماڻهن جي حالت، ثقافتي ۽ سماجي پهلوئن، وڻج واپار ۽ ٻوليءَ لاءِ مستعمل رسم الخط جو بہ ذڪر ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ لکيو اٿس تہ اُن جا تقريباً ٻہ سؤ رسم الخط آهن. 'الفهرست' چوٿين صدي هجريءَ جي ادبي ۽ علمي ترقيءَ جو مڪمل آئينو آهي.

**ابن الهيثم:** هن جو پورو نالو ابوعلي (يا محمد) ابن الحسن (يا الحسين) ابن الهيثم آهي. هيءُ بصري ۾ 335هہ/965ع ۾ ڄائو. وچين دؤر جو طبعيات جو سڀ کان وڏو ماهر بصريات، هيئت دان، رياضيءَ جو ماهر فلسفي ۽ طبيب هو. هن کي ارسطوئي فلسفي تي عبور حاصل هو. هن ارسطو ۽ جالينوس جي شرح ڪئي. علم هيئت ۾ مهارت سبب هن کي بطليموس ثاني بہ چوندا هئا. هن جي ڪتابن ۽ رسالن جو تعداد ٻن سون کان بہ وڌيڪ ٻڌايو وڃي ٿو. بصريات (Optics) ۾ هن جي اهم تصنيف 'ڪتاب المناظر' آهي. جنهن ۾ اک تي مڪمل معلومات موجود آهي. هن ڪتاب جو هڪ مڪمل قلمي نسخو اڄ بہ استنبول ۾ موجود آهي. 1572ع ۾ هن ڪتاب جو لاطيني ٻوليءَ ۾ بہ ترجمو ٿي چڪو آهي. وچين دؤر جي وڏن وڏن سائنسدانن هن ڪتاب مان گهرو اثر ورتو آهي. ابن الهيثم ڪائنات جو بہ گهرو مطالعو ڪيو ۽ ان تي ڪتاب لکيائين. هن نيل درياهہ جي پاڻيءَ کي گهٽ وڌ رکڻ لاءِ اسوان وٽ بند ٻڌڻ جو منصوبو بہ ڏنو ۽ اهو منصوبو هڪ هزار سالن کان پوءِ تڪميل تي پهتو.

ان کان سواءِ هيءُ پهريون ماڻهو هو جنهن 'پن هول ڪئميرا' جا اصول ٻڌايا ۽ ان جي مدد سان سج گرهڻ جي تصوير ڪڍي. ابن الهيثم قاهره يونيورسٽيءَ ۾ 22 سالن تائين تحقيق ۽ تصنيف ۾ مصروف رهيو. 78 سالن جي عمر ۾ 430 هہ/1039ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪتابن ۾ 'في ڪيفية الاظلال'، 'في المرايا المحرقہ بالدوائر'، 'في المرايا المحرقہ بالقطوع'، 'في مساحة المجسم المڪافي'، 'في مسئلہ عدديہ'، 'في شڪل بني موسيٰ'، 'في اصول المساحة'، 'شرح اصول اقليدس في الهندسہ والعدد' وغيره قابل ذڪر آهن ابن الهيثم اسماعيلي داعي هو ۽ لڳ ڀڳ ٽين يا چوٿين صدي هجريءَ ۾ سنڌ ۾ بہ آيو هو.

**ابن الياس سومرو:** ابن الياس سومري جو اصلي نالو محمد لڪانو ولد محمد الياس سومرو آهي. جيڪو 15 اپريل 1925ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. تعليم سنڌي فائنل هٿس ايس وي پرائمري ماستري، مان ترقي ڪري ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جي پريڪٽسنگ اسڪول جو هيڊماستر ٿي رٽائر ڪيائين. ان کان سواءِ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج ۾ لائبريرين ۽ استاد بہ رهيو سندس تصنيفن ۾ 'ٽيئن اردو-سنڌي لغت' قابل ذڪر آهي. ابتدائي دور ۾ سنڌي ۽ اردو افسانا بہ لکيائين. هن جا سنڌي موسيقيءَ تي ٽماهي مهراڻ ۾ ڪيترا مقالا ڇپيل اٿس. اخبار تعليم ۾ بہ سندس ڪيترائي مضمون شامل آهن.



**ابن انشا:** اردو زبان جو ناليوارو مزاح نگار، شاعر، صحافي ۽ مترجم ابن انشا، 1927ع ڌاري ڦُلا، ضلعي جالنڌر (ڀارت) ۾ ڄائو سندس اصلي نالو شيرمحمد خان هو جڏهن تہ مختلف قلمي نالن جهڙوڪ: درويش، نانا فرنويس ۽ حاجي بابا جي نالن سان پڻ سڃاتو ويندو هو. مئٽرڪ 1942ع ۾ لڌيانا مان ڪيائين. جڏهن تہ 1946ع ۾ بي. اي پنجاب يونيورسٽيءَ مان، ايم. اي (اردو) 1962ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين قيام پاڪستان کان اڳ امپيريل ڪائونسل آف ايگريڪلچرل ريسرچ دهليءَ جي هڪ رسالي، 'انڊين فارمنگ' جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر



رهيو جنهن کان پوءِ آل انڊيا ريڊيو دهليءَ سان منسلڪ ٿيو ورهاڱي وقت لڏي پاڪستان آيو ۽ لاهور اچي رهيو ريڊيو پاڪستان لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ گهڻي وقت تائين خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو 1950ع کان 1956ع تائين دستور ساز اسيمبليءَ ۾ سينئر مترجم مقرر ٿي ڪم ڪيائين جنهن کان پوءِ 1961ع تائين 'پاڪ سرزمين' رسالي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيو 1960ع کان روزنامه "امروز" ڪراچيءَ ۾ ڪالم لکيائين جيڪي "حاجي بابا اصفهاني" جي نالي ۾ ڇپيا. 1965ع ۾ روزنامه "انجام" ڪراچي ۽ 1966ع ۾ روزنامه "جنگ" ڪراچيءَ ۾ ڪالم لکڻ لڳو. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "ساحل پر" آهي. 1961ع کان وٺي، پنهنجي وفات تائين نئشنل بوڪ ڪائونسل جو ڊائريڪٽر رهيو پاڻ پاڪستان رائٽرز گلڊ ۽ يونيسڪو ۾ پڻ خدمتون سرانجام ڏنائين سندس شاعريءَ جا پنج مجموعا، چار سفرناما ۽ لاتعداد ڪالم ڇپيل آهن. شاهه لطيف جي ڪن بيتن جو اردو ترجمو پڻ ڪيو اٿس. هن جا شعر ۽ نثر ۾ ڪافي ڪتاب لکيل آهن. آهن 11 جنوري 1978ع تي لنڊن ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس ڪراچيءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

**اِبن باجه:** ابن باجه اندلس جو مشهور فلسفي ۽ دانشور هو جنهن فلسفي، طب، ڪيميا ۽ علم هيئت تي ڪيترا ڪتاب لکيا. هن جو اصل نالو ابوبڪر محمد ابن يحييٰ سرقسطي هو.

تعليم مان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ڪجهه وقت اندلس جي حاڪم يوسف تاشفين جو وزير ٿي رهيو هو تصوف جو سخت مخالف هو ۾ فلسفي ۾ هن کي مغرب جو ابن سينا سڏيو وڃي ٿو مشهور فلسفي ابن رشد تي به چون ٿا ته هن جو اثر هو هن جي ڪتابن جا اصل متن ڪٿي به نه ٿا ملن. البت سندن ڪتابن جا عبراني ۽ لاطيني زبانن ۾ ترجما يورپ جي ڪيترن لائبريرين ۾ موجود آهن. 533هه/1139ع ۾ وفات ڪيائين. اصل سرقسطه (اسپين) جو هو جوانيءَ ۾ ئي ڪنهن زهر ڏنس ۽ وفات ڪيائين. فلسفي، طب، هيئت، طبعي علوم ۽ ڪيميا ۾ سندس مرتبو نهايت بلند هو سندس لکڻين جو سنڌ ۾ ڪيترن بزرگن تي اثر آهي.

**ابن بطوطه:** (1304-1377ع) هيءُ مسلمان سياح، 24 فيبروري 702هه/1304ع ۾ مراڪش جي شهر طنجه (Tangia) ۾ پيدا ٿيو سندس پورو نالو ابو عبدالله شرف الدين محمد بن عبدالله بن محمد ابراهيم ابن بطوطه هو وچئين دؤر ۾ ٻئي ڪنهن به سياح هن



جيتري وسيع سياحت نه ڪئي. سندس ٽيهن سالن جي عرصي جي مسلسل سياحت جا تحرير ڪيل واقعا الجزائر تي فرانسيسي قبضي دوران هٿ آيا. هي ادب، تاريخ ۽ جاگرافيءَ ۾ تعليم پوري ڪرڻ بعد 21 سالن جي عمر ۾ حج جي نيت سان مڪي پهتو ان بعد هن اتر آفريڪا مصر ۽ شام جو سفر ڪيو ۽ پوءِ عرب، عراق، ايران ۽ ننڍي کنڊ ايشيا جي سياحت ڪئي. قسطنطنيه ۽ ڪريميا به ويو سمرقند کان ٿيندو هندستان پهتو جتي اندازاً اٺ سال دهليءَ جي سلطان جي دربار ۾ رهيو سلطان هن کي سفير بڻائي چين موڪليو ابن بطوطه مالديپ ٻيٽ، لنڪا، سوماٽرا ۽ مالابار جي ڪنارن تي به ويو پوءِ اندلس (هسپانيه) ۽ مراڪش جي سياحت ڪندي صحراءِ اعظم (آفريڪا جي تمام وڏي ريگستان) کي لتاڙي تمبڪتو ۽ نائيجر پهتو آخر ۾ هو فارس جي بادشاهه ابوحنين وٽ آيو ۽ ان جي چوڻ تي پنهنجي سفرنامي کي ڪتابي شڪل ڏنائين جنهن جو نالو 'عجائب الاسفارفي غرائب الاديار' آهي. 1377ع ۾ وفات ڪيائين. هن جا سفرناما تمام وڏي اهميت رکن ٿا ۽ نهايت قابل قدر آهن. چوڏهين صدي عيسوي ڇو ته انهن ۾ ڪيترن ئي ملڪن جي تاريخ ۽ تهذيب تي دلچسپ روشني وڌل آهي.

ابن بطوطه هندستان جي سفر دوران سنڌ ۾ به آيو هو هو محرم مهيني جي پهرين تاريخ 724هه/ 30 ڊسمبر 1323ع تي ڪابل رستي سنڌو درياهه تي آيو جيڪو دنيا جي وڏن درياهن ۾ شمار ٿيندو هو هو لکي ٿو ته 'درياهه تي پهتاسين ته بادشاهه جا خبر نويس اسان وٽ آيا ۽ اسان جي اچڻ جي خبر يڪدم ملتان جي حاڪم قطب الملڪ کي ڏياري موڪليائون انهن ڏينهن ۾ هندستان جو بادشاهه محمد شاهه تغلق هو جيڪو پرديسين جي عزت ڪندو هو ۽ کين وڏا وڏا عهدا بخشيندو هو ملتان سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو حاڪم امير سرتيز هو جيڪو بادشاهه جو غلام ۽ سپهه سالار هو ملتان کان سيوهڻ ڏهن ڏينهن جي پنڌ تي آهي اسين سيوهڻ پهتاسين ته سنڌ جو امير سيوهڻ ۾ ترسيل هو.'

ابن بطوطه لکي ٿو ته انهن ڏينهن ۾ سنڌوءَ جي درياهي ٻيلن ۾ گينڊا هوندا هئا. هن پاڻ به هڪ موقعي تي گينڊو ڏٺو. جنهن کي بادشاهه جي ماڻهن شڪار ڪيو هو سيوهڻ شهر ۾ سومرن جو سردار امير اُنڙ (اُونڙ) ۽ امير قيصر رومي رهندا هئا. جن رتن نالي هندو حاڪم کي ماري مال غنيمت تي قبضو ڪيو هو جام اُنڙ پنهنجي قبيلي ڏانهن ڀڄي ويو بچيل لشڪر قيصر روميءَ کي پنهنجو سردار بڻايو انهيءَ تي سلطان عمادالملڪ لشڪر موڪلي قيصر رومي کي شڪست ڏني. ابن بطوطه ان وقت شهر جي هڪ مدرسي ۾ ترسيل هو پوءِ ابن بطوطه قاضي علاؤالملڪ جي آهوري (ٻيڙي) تي چڙهي پنجن ڏينهن جو سفر ڪري لاهري بندر تي پهتو جتان ديبل بندر پنجن ميلن جي پنڌ تي هو ابن بطوطه امير وٽ پنج ڏينهن رهي، پوءِ اُتان بکر ويو ۽ بکر کان ٿي اُچ جي شهر ۾ ويو جيڪو سنڌو درياهه جي ڪپ تي هو ملتان ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو ابن بطوطه سنڌ جي سفر دوران ڪن عجيب واقعن جو به ذڪر ڪيو آهي، جيڪي سندس سفرنامي ۾ ڇپيل آهن.

**ابن تيميه:** مشهور عالم ابن تيميه جو اصل نالو تقي الدين بن ابوالعباس احمد بن شهاب الدين بن شيخ عبدالحڪيم بن عبدالسلام بن عبدالله بن محمد بن الحراني الحنبلي هو هو جيڪو حران ۾ 10 ربيع الاول 661هه/ 22 جنوري 1263ع ۾ ڄائو حران، موصل ۽ شام جي وچ ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو هو هو نامور فقيهه، مفسر، محدث، متڪلم ۽ مجاهد هو. ڇهه پيڙهيون اڳ سندس خاندان ۾ هڪ خاتون تيميه نالي، علم ۽ فضل ۾ باڪمال هئي، ان جي نسبت سان هي خاندان مشهور ٿيو پنجن سالن جو هو جو ابن تيميه جو گهراڻو حران کان دمشق لڏي آيو سندس حافظو ڪمال درجي جو هو ڪتاب هڪ دفعو پڙهڻ سان ئي حفظ ٿي ويندو هوس. هن 20 سالن جي عمر ۾ قرآن، فقه ۽ مناظري ۾ مهارت حاصل ڪئي. والد جي مرڻ کان پوءِ تدريس ۽ فتويٰ جي مسند تي ويٺو سڄا سارا 44 سال اسلام جي خدمت ۾ گذاريائين شادي به نه ڪيائين. هن اهڙي دور ۾ جنم ورتو جڏهن اسلام ۾ ڪيترائي فرقا ظاهر ٿي چڪا هئا ۽ بدعتون عام ٿي چڪيون هيون. مسلمان اسلام جي صحيح تعليم کان ڪٽجي ويا هئا. تاتارين جي حملن سبب علم ۽ تهذيب جا مرڪز تباهه ٿي چڪا هئا. ان ڪري تاتارين ۽ ڪن ٻين بدعتوان گروهن جي خلاف زبان ۽ قلم ذريعي جهاد ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائون. مخالفن جي غلط الزامن جي ڪري مصر ۽ دمشق ۾ ڪيترائي ڀيرا قيد ٿيو زندگيءَ جا پويان به سال پڻ قيد ۾ گذاريائين. مٿس ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون به

تڪليفون. ساڻس گڏ سندس ٻه سڳا ڀائر ۽ سندس شاگردن مان حافظ ابن قيم شامل هئا. سندس ننڍي ڀاءُ قيد ۾ ئي وفات ڪئي. جنهن جي جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ٻه ابن تيميه کي اجازت نه ملي.

قيد ۾ پڻ تصنيفات جو سلسلو جاري رکيائين. هر مسئلي تي ڪتاب ۽ سنت جون شاهديون حافظي جي زور تي پيش ڪندو رهيو. آخرڪار ڪاغذ مس ۽ قلم کسيا ويا ته ڪي شيون ڪوئلي سان پڻ لکيائين. 27 سيپٽمبر 1328ع تي دمشق ۾ وفات ڪيائين. وفات کان اڳ انهن سڀني کي معاف ڪيائين. جن کيس تڪليفون پهچايون هيون. سندس جنازي ۾ ٻه لک ماڻهو شريڪ ٿيا هئا. جن ۾ 15 هزار رڳو عورتون هيون. سندس تصنيفات ۾ قرآن پاڪ جو تفسير، حديث، فقه، نحو، لغت، رياضي وغيره جا موضوع شامل آهن. جن جو تعداد 500 کن آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب ورق ورق ڇپيا آهن. مثلاً: ڪتاب الايمان، اقتضاء المراط، الصراط المستقيم، منهاج السنه، الجواب الصحيح، ڪتاب الرد علي المنتقين، تفسير سوره اخلاص، تفسير سوره نور، رسائل الڪبريٰ (ٻه جلد)، فتاويٰ (پنج جلد)، وغيره پاڻ شاعري به ڪندو هو.

**ابن حوقل:** ابن حوقل هڪ مشهور عرب سياح ۽ جاگرافيدان ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو ابوالقاسم محمد بن حوقل هو سندس تاريخ پيدائش جي صحيح خبر نه آهي. پر سندس هڪ تحرير مان معلوم ٿئي ٿو ته هي؛ رمضان 331هه/مئي 943ع ۾ دنيا جي ملڪن جون حالتون معلوم ڪرڻ لاءِ بغداد مان روانو ٿيو ۽ اولهه کان اوڀر تائين پوري اسلامي دنيا گهميو سندس پيش رو جاگرافيدان ابن خردازبه ۽ ابن قدامه جا ڪتاب هن لاءِ رهنما هئا.

پاڻ سياحت دوران 340 هه/ 951ع ۾ اصطخري؛ سان به مليو 345 هه/ 956ع ڌاري ابن حوقل سنڌ ۽ بلوچستان آيو هن هتي ڳالهائجندڙ ٻولين ۽ انهن جي لهجن جو اڀياس ڪيو ۽ تحقيق ڪري ٻڌايائين ته ملتان تائين سنڌي ٻولي ڳالهائجي ٿي.



367 هه/ 977ع ۾ ابن حوقل بغدادي؛ سنڌ جو پهريون نقشو تيار ڪيو ان وقت سنڌ ۾ جيڪي رياستون ڏيکاريون اٿس، تن جا نالا مڪران، ڦشڪي، منصوره، ملتان، طوران، وهند، قنوج ۽ ٻڌيه آهن. اهو قديم سنڌ جو دنيا ۾ پهريون نقشو آهي. جلم بن شيبان جي ملتان ۾ تقرري؛ کان ٻه سال پوءِ 367 هه/ 977ع ۾ ابن حوقل بغدادي ملتان ۾ پڻ وارد ٿيو سندس باري ۾ مشهور آهي ته هو اسماعيلي فرقي سان واسطو رکندو هو ان مان اسماعيلي تحريڪ جي تنظيم ۽ حڪمت عملي؛ جو ڏس ملي ٿو. جنهن موجب ابن حوقل صرف جلم بن شيبان جي ڪارڪردگي ۽ گهربل فوجي ڪمڪ جو جائزو وٺڻ لاءِ آيو هو پر هن جاتي واٽي پنهنجي سفرنامي ۾ اسماعيليه تبليغ جو ڪو ذڪر نه ڪيو جڏهن ته جلم بن شيبان (متوفي 376 هه/ 986ع) جي وفات کان هڪ سال اڳ ۾ (375 هه/ 985ع) بشاري مقدسي 'ملتان' جو سفر ڪرڻ بعد لکي ٿو ته: 'ملتان وارا شيعا آهن. اذان ۾ 'حي علي الخيرالعمل' چون ٿا ۽ اقامت ۾ ٻه دفعا تڪبير پڙهن ٿا.' ان کانسواءِ ابن حوقل بغدادي؛ گجرات جو نقشو به تيار ڪيو 976ع



۾ هن 'المسالڪ والممالڪ' جي نالي سان هڪ ڪتاب به ترتيب ڏنو جيڪو هاڻ ڇپجي چڪو آهي. سندس وفات 367 هه/ 977ع ۾ ٿي.

**ابن حيات پنهور:** يارمحمد ابن حيات پنهور، 1920ع ڌاري ضلعي دادو جي ڳوٺ 'ڪارڙي' ۾ ڄائو. پاڻ بهترين اديب ۽ مصنف هو. هن وقت تائين سندس 23 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ ٻه ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن. پاڻ 1949ع ڌاري اداره ادبي انجمن قائم ڪيائين. 1951ع ڌاري پرهه ڦٽي پبليڪيشن قائم ڪيائين جنهن هيٺ ڪتابي سلسلا منظرعام تي آندائين. ابن حيات پنهور سنڌي ادبي سنگت جي ٻئي دور جي ابتدائي ميمبرن مان رهيو آهي ۽ ان جون ڪيترين ئي شاخون قائم ڪرڻ ۾ سرگرم حصو ورتائين. ابن حيات پنهور ابتدا ۾ پرائمري استاد هو بعد ۾ اتان استعيفا ڏئي سنڌي ادبي بورڊ ۾ پروف ريڊر مقرر ٿيو ۽ ويهارو سال ادبي بورڊ ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. ان کان سواءِ هن مختلف ڪتابن جا پيش لفظ، مهاڳ، ڪهاڻيون، افسانا، ناٽڪ، تبصرا وغيره به لکيا. هي؛ 'تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور' جي مترجمن مان آهي. نثر کانسواءِ شاعري به ڪيائين. ڇهين ڪلاس لاءِ سماجي اڀياس لکڻ ۾ به حصو ورتائين. ڪجهه عرصو سائين جي. ايم. سيد جي 'سنڌ متحده محاذ' جو



حيدرآباد ۾ آفيس سيڪريٽري به رهيو. 'ڪسان جو ادب ۽ اديب' ۽ 'قومي گيت' (ترتيب)، 'پيشي جن پروڙ' ترجمو (ڪهاڻيون)، چار دانا (ترجمو: ڪهاڻيون)، 'مارڪسي فلسفو' 'بدوي قومون' ۽ 'اڳا اڳاهون' سندس مشهور ڪتاب آهن. حيدرآباد جي تندي ميرمحمود ۾، محمدي مسجد لڳ ضعيفي جي حالت ۾، 13 جنوري 2003ع تي وفات ڪيائين.

**ابن خردازبه:** سندس اصل نالو ابوالقاسم عبيدالله بن عبدالله هو. پر پاڻ ابن خردازبه جي عرفيت سان مشهور ٿيو 205هه/ 820ع ۾ ڄائو سندس پيءُ؛ طبرستان جو حاڪم هو هي؛ عباسي خليفي 'معتمد' جي زماني ۾ ڪيتري وقت تائين جبال واري علائقي (عراق و عجم) ۾ ٽپال ۽ وقائع نگاري؛ جي منصب تي فائز رهيو انهي؛ زماني ۾ هن پنهنجي ڪتاب 'جغرافيه المسالڪ والممالڪ' کي مرتب ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن کي مڪمل ڪندي کيس تقريباً 40 سال لڳا. مشهور اسلامي شهرن خاص ڪري عباسين جي سلطنت جي وچ ۾ جيڪي رستا آهن. تن جي متعلق هي؛ پهريون ڪتاب آهي. جيئن ته پاڻ محڪمي جو عملدار هو انهي؛ ڪري سندس ڪتاب جي معلومات نهايت پڪي ۽ قيمتي آهي. هن سن 300 هه/ 912ع ۾ وفات ڪئي.



**ابن خلدون:** ابوزيد عبدالرحمان ولي الدين ابن خلدون تيونس ۾ 1332ع ۾ ڄائو قرآن مجيد حفظ ڪرڻ کان پوءِ فقه، حديث، شعر ادب ۽ تاريخ جون سندون پنهنجي شهر مان حاصل ڪيائين. تاريخ ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ ڪري هن جي ڪتاب 'مقدمه ابن خلدون' کيس وڏي مڃتا ڏني. کيس تاريخ جو امام

سڏيو ويو. جوانيءَ ۾ شاهي دربار ڏانئين پهتو. جليل القدر عهدن تي فائز رهيو. غرناطہ جي امير ۽ قشتال جي حاڪم جي وچ ۾ ٺاهہ لاءِ سفير مقرر ٿيو. بعد ۾ قاهره (مصر) پهتو. جتي بہ هن کي عزت سان نوازيو ويو. سلطان برقوق کيس مالڪي مسلڪ جو قاضي القضاۃ مقرر ڪيو. آخر ۾ قاهره ۾ ئي 28 رمضان 808 هہ/ 19 مارچ 1406ع ۾ وفات ڪيائين. سنڌس ڪتاب مقدمہ ابن خلدون جا ڪجهہ باب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري "ڪمال ۽ زوال" جي نالي سان ڪتاب حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ڇپايو هو.

ابن خلدون جي شهرت جو وڏو سبب سندس تاريخ جو فلسفو ۽ سماجياتي نظريا آهن. جيڪي هن پنهنجي مشهور ڪتاب 'مقدمہ ابن خلدون' ۾ قلم بند ڪيا آهن. هن ڪتاب جو ترجمو سنڌي، اردو، انگريزيءَ ۽ ٻين مغربي ملڪن جي ٻولين ۾ بہ ٿي چڪو آهي. ٻيا اهم ڪتاب "البرده" "الحساب" ۽ "المنطق" آهن.

**ابن سينا:** ابن سينا جو اصل نالو ابوعلي حسين بن عبدالله ابن سينا هو. کيس 'بوعلي سينا' بہ چوندا هئا. تمام وڏو طبيب، فلسفي، سائنسدان ۽ رياضيءَ جو ماهر ٿي گذريو آهي. ٻاڻ بخارا جي هڪ ڳوٺ 'افشنہ' ۾ پيدا ٿيو. سندس ڄم جي تاريخ بابت اختلاف آهن. هڪ اندازي موجب آگسٽ يا سيپٽمبر 980ع ۾ ڄائو ۽ 21 جون 1037ع ۾ همدان (ايران) ۾ وفات ڪيائين. هڪ ٻئي اندازي موجب ابن سينا، منصور اول بن نوح اول جي عهد (961- 976ع) ۾ ڄائو. ارڙهن سالن جي عمر تائين قرآن، شاعري، فلسفي، منطق ۽ طب جهڙن علمن ۾ مهارت حاصل ڪيائين.



شروع کان ئي سندس ڌيان علم جي حصول ڏانهن رهيو. ابتدا ۾ ارسطوءَ جي ڪتاب 'مابعد الطبيعات' کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪيائين. پر فارابيءَ کي پڙهڻ کان بعد الطبيعات سمجهڻ لڳو. پوءِ طب ۾ ڪمال حاصل ڪيائين ۽ طبيب جي حيثيت سان دنيا ۾ سندس مشهوري ٿي. ساماني حڪومت جي خاتمي کان پوءِ بخارا ڇڏي سن 1001ع ڌاري 'خوارزم' هليو ويو. جتي هن جي وقت جي مشهور عالمن سان ملاقات ٿي. انهن جي صحبت ۾ رهي ٻين بہ ڪيترن علمن ۾ مهارت حاصل ڪيائين. هن البيرونيءَ سان بہ علمي بحث ڪيا. 1009ع ۾ عراق آيو جتان پوءِ سلطان محمود غزنويءَ کيس غزنيءَ ۾ سڏائي ورتو. غالباً هن غزنيءَ وڃڻ کان انهيءَ ڪري انڪار ڪيو جو پاڻ باطني يعني اسماعيلي عقيدي جو هو. محمود غزنوي باطنين کي پسند نہ ڪندو هو انهيءَ ڪري بعد ۾ هو 'جرجان' هليو ويو. 1022ع ۾ اصفهان ۾ آيو ۽ اتي 14 سال رهيو. آخري ڏينهن ۾ همدان آيو ۽ وفات بہ اتي ڪيائين. ابن سينا 100 کن ڪتاب لکيا. جن مان 'القانون' ۽ 'الشفا' کي ڏاڍي شهرت ملي.

**ابن شاهہ جا تَڪَرَ:** ابن شاهہ بزرگ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان شيخ اسماعيل جو فرزند هو. پير ابن شاهہ جي درگاهہ، تعلقي شاهبندر ۾ جوهڙ جماليءَ کان ڪجهہ مفاصلي تي اولهہ طرف ٽڪرن تي آهي. جن کي سنڌس نالي پٺيان 'ابن شاهہ جا ٽڪر' سڏيو ويندو آهي.

**ابن صفي:** اردو ٻوليءَ ۾ جاسوسي ناولن جون سيريز لکندڙ ناليوارو ليکڪ جنهن جو اصل نالو اسرار احمد هو. هو سن 1928ع ۾ الهہ آباد هندستان ۾ ڄائو. هن اگرا يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪئي. 1947ع ۾ پاڪستان لڏي آيو. سندس ناولن جون ٻہ سيريز 'عمران سيريز' ۽ 'جاسوسي دنيا' (ڪرنل فريدي ۽ ڪيپٽن حميد جي ڪردارن سان) سموري ملڪ خاص ڪري سنڌ ۾ پڙهندڙن جو وڏو حلقو پيدا ڪيو. هن 'جاسوسي دنيا' جا 125 ۽ 'عمران سيريز' جا 120 ڪتاب لکيا ۽ هر هڪ ڪتاب هزارن جي تعداد ۾ ڇپجڻ باوجود بليڪ تي وڪبو هو ۽ ماڻهو سندس نئين ڪتاب جو بيچينيءَ سان انتظار ڪندا هئا. هن جاسوسي ناولن ۾ مهم جوئيءَ، تجسس، رومانس توڙي مارا ماريءَ کان سواءِ طنز ۽ مزاح جو زبردست عنصر هوندو هو. اهو ئي سبب هو جو نوجوان طبقو انهن ناولن کي ڏاڍي چاهہ سان پڙهندو هو.



سندس لکيل "عمران سيريز" تي مبني هڪ فلم 'ڌماڪا' جي نالي سان مولانا هيپيءَ (محمد حسين ٽالپر) ناهي هئي جنهن ۾ مشهور اداڪار جاويد شيخ (جيڪو پڻ پراڻي ڪراچيءَ جو رهواسي هئڻ ڪري سنڌي آهي). پهريون ڀيرو هڪ ڪردار ادا ڪيو ۽ خود مولانا هيپيءَ بہ ان فلم ۾ اداڪاري ڪئي. ان فلم ۾ ابن صفيءَ جو لکيل غزل 'راهہ طلب ۾ ڪون ڪسي ڪا' حبيب ولي محمد ڳايو هو. جيڪو گهڻو مشهور ٿيو. ابن صفيءَ 1980ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**ابن مسڪويہ:** ابن مسڪويہ جو اصل نالو ابوعلي احمد بن محمد ابن يعقوب هو. جيڪو 330 هہ/ 942ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 421 هہ/ 1030ع ۾ وفات ڪيائين. هو ايراني نسل جو هڪ مشهور تاريخدان ۽ فلسفي هو. جنهن پنهنجون لکڻيون عربيءَ ۾ لکيون. ۽ 'آل بويہ' وٽ اعليٰ عهدن تي فائز رهيو. هن 'تجارب الامم' نالي دنيا جي تاريخ لکي. جيڪا طوفانِ نوح کان شروع ٿي، 369 هہ/ 979ع تي ختم ٿئي ٿي. غيرجانبداريءَ ۾ بيباڪ تنقيد سان گڏوگڏ سندس لکڻين ۾ طبيبانہ انداز بہ ملي ٿو. جنهن اسلامي تاريخ نويسيءَ کي اعليٰ درجي تائين پهچايو آهي. تاريخ کان سواءِ ابن مسڪويہ 'تهذيب الاخلاق وتطهير الاعراق' نالي هڪ ڪتاب بہ لکيو. نصيرالدين طوسيءَ اُن ڪتاب کي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري، اُن ۾ ڪجهہ اضافو ڪيو ۽ اُن جو نالو 'اخلاقِ ناصري' رکيو. ابن مسڪويہ اصفهان ۾ 1030ع ۾ وفات ڪئي ۽ اُتي ئي کيس دفن ڪيو ويو.

ابن مسڪويہ پهريون مسلمان مفڪر آهي. جنهن موجودات عالم جي ارتقائي ترتيب کي باقاعدي هڪ نظريي جي شڪل ۾ پيش ڪيو. اسلامي دنيا جي نامور فيلسوف ۽ حڪيم بوعلي سينا جو همعصر هو ۽ ساڻس خط ڪتابت بہ ڪندو هو. ابن مسڪويہ جو نظريو جديد نظريہ ارتقا سان حيرت انگيز مشابهت رکي ٿو. هتي سندس نظريي جو ٿورو تفصيل ڏجي ٿو:

هن جي نظر ۾ زندگيءَ جا اثر سڀ کان پهريائين نباتات ۾ ظاهر ٿين ٿا. اهو هيئن تہ منجهن حرڪت جو وجود آهي ۽ غذا جا محتاج آهن ۽ انهيءَ ڪري جمادات کان ممتاز آهن. ليڪن نباتات جا ڪيترا قسم بنا ٻج جي پيدا ٿين ٿا. جيڪي جمادات جي گهڻو ويجهو آهن. پر جهنگلي ٻوٽن ۽ وڻن کان پوءِ اهڙي قسم جا درخت ملن ٿا. جن کي ٻج ۽ ميوي سان گڏ عمدي زمين، عمدي پاڻيءَ ۽ عمدي هوا جي ضرورت هوندي آهي. مثلاً زيتون، ڏاڙهون، صوف ۽ انجير وغيره. جن ۾ وري انگور ۽ کجور وڌيڪ ترقي يافتہ آهن. جيڪي نباتات جي حد نہ آخري سرحد تي قرحڻ لاءِ ٻنهي جو ميلاپ ضروري آهي. ان کان پوءِ جيڪا ترقي ٿئي ٿي. تہ معاملو نباتات جي حد مان ٽپي

حيوانات جي حد ۾ پهچي وڃي ٿو.

اهڙيءَ طرح نباتات جي ترقيءَ جي آخري منزل حيوانات جي ابتدائي درجي سان اچي ملي ٿي. نباتات جي آخري مرحلي تي صرف ايتري ترقي ٿئي ٿي، جو انهن کي زمين ۾ لڳاڻ جي ضرورت نٿي پوي. ان کان سواءِ اهي پنهنجي مرضيءَ سان حرڪت پڻ ڪري سگهن ٿا. پر اهو وري حيوانات جو بلڪل ابتدائي مرحلو آهي. انهيءَ مرحلي تي صرف هڪڙي حس، يعني ڇهڻ جي حس ملي ٿي. جنهن جو مثال سمنڊ جي ڪناري تي ملندڙ سپون ۽ ڪوڏ آهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهن کي هٿ ڪڍي ڪلي وٺندو ته اهي پنهنجي جڳهه ڇڏي ڏيندا. پر جيڪڏهن آهستي آهستي ڪلندو ته اهي پنهنجي جڳهه سان چنبڙيا پيا هوندا. ڇو ته انهن کي اهو محسوس نٿي ٿو ته ڪو ماڻهو کين ڇُهي رهيو آهي. ان کان پوءِ ڪيڙا ماڪوڙا آهن ۽ تنهن کان پوءِ اهڙا جانور، جن کي صرف چار حواس آهن. مثلاً: ڇڇوندر يا ٻنا اکين وارا جانور. اڳتي هلي اهڙا جانور اچن ٿا، جن ۾ پنج ئي حواس آهن. پر اهي به ڪن ۾ گهٽ ته ڪن ۾ وڌيڪ آهن. انهن مان ڪي اشارن ۽ مهميز کي سمجهن ٿا. جهڙوڪ گهوڙو ۽ باز وغيره آخر ۾ حيوانات جي ترقيءَ جي منزل انسان جا ابتدائي نمونا آهن. جن ۾ بانڊر وغيره اچي وڃن ٿا. اتي پهچڻ کان پوءِ ان جو قد به سڌو ٿي وڃي ٿو ان کان سواءِ منجهس تميز جي قوت به پيدا ٿئي ٿي. اهو حيوانات جو اعليٰ ترين ليڪن انسانيت جو ادنيٰ درجو آهي. (حيوانيات جي حوالي سان ڪنهن ڪنهن حد تائين اهو نظريو ڊارون جي ارتقا جي نظريي سان ميل کائي ٿو جيڪو هن کان ڪيئي صديون پوءِ جو آهي) فارسيءَ جي عظيم صوفي شاعر مولانا روميءَ (1273- 1207ع) جو نظريو ابن مسڪويه جي خيالن سان تمام گهڻي مشابهت رکي ٿو.

**ابن هشام:** ابن هشام عربي ٻوليءَ جو تمام وڏو تاريخدان، سيرت نگار ۽ حديثون لکندڙ ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو عبدالملڪ بن هشام الحميري هو. هو بصري ۾ ڄائو. هن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ تي هڪ ڪتاب لکيو. حديث ۽ تاريخ جي موضوع تي سندس لکيل ڪتاب 'سيرة ابن هشام' ڏاڍو مقبول ٿيو. هُن 218هه/ 833ع ۾ قاهره ۾ وفات ڪئي.

**ابو اسحاق ابراهيم بن سنان:** تمام وڏو رياضي دان ۽ علم هيئت جو ڄاڻو ۽ ماهر هو 96- 295هه/ 907- 908ع ۾ بغداد ۾ پيدا ٿيو.

ابو اسحاق ابراهيم بن سنان بابت مشهور آهي ته هن بطليموس جي ڪتاب 'مجسطي' جي شرح لکي. هن جو وڏي ۾ وڏو ڪم پئرابولا (Parabola) تي تحقيق آهي. پئرابولا متعلق هن اهڙا مسئلا حل ڪيا، جيڪي هاڻوڪي دؤر ۾ صرف انٽيگرل ڪئلڪيوليس جي مدد سان حل ڪيا وڃن ٿا. هن سورج گهڙين تي پڻ هڪ رسالو لکيو. ابواسحاق ابراهيم بن سنان 35- 334هه/ 945-946ع ۾ وفات ڪئي.

**ابواسحاق ابراهيم سنڌي موصلي:** ابواسحاق ابراهيم بن نصر بن عسڪر فقه شافعيءَ جي سلامه شهر (موصل علائقي) جو قاضي هو. هيءُ نسلي طرح سنڌي هو. پنهنجي وقت جو عالم ۽ هڪ ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. سندس وڏا عباسي دؤر ۾ سنڌ مان بغداد لڏي ويا ۽ سنڌي عالمن جي نالي سان ئي سڃاتا سڃاتا قائم رهيا. هن بغداد جي نظاميه ڪاليج ۾ تعليم ورتي ۽ ان کان پوءِ سرڪاري طرح سلامه شهر جو قاضي مقرر ٿيو. هيءُ هڪ وڏو شاعر، عالم ۽ بزرگ هو. 3 ربيع الثاني 610هه/ 1213ع ۾ وفات ڪيائين.

**ابوالاعليٰ مودودي:** ناميارو عالمِ دين، قرآن پاڪ جو مفسر ۽ جماعت اسلاميءَ جو باني مولانا ابوالاعليٰ مودودي، 25 سيپٽمبر 1903ع تي اورنگ آباد، دکن (ڀارت) ۾ ڄائو. هن باضابطه تعليم صرف مئٽرڪ تائين حاصل ڪئي. پر محنت ۽ ذهانت سبب عربي، فارسي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ مهارت حاصل ڪري ورتائين.

سترهن سالن جي ڄمار ۾ صحافتي زندگيءَ جي شروعات اخبار 'مدينه' کان ڪيائين. جنهن کان پوءِ 1921ع کان 1923ع تائين جمعيت العلماء هند جي اخبار 'مسلم' ۽ 'الجمعية' جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ان وچ ۾ تحريڪ خلافت ۽ ٻين تحريڪن ۾ حصو وٺندو رهيو. ملازمت ۽ سياسي سرگرمين سان گڏوگڏ حديث، فقه، تفسير، فلسفي ۽ منطق جو مطالعو پڻ ڪندو رهيو. 1928ع ۾ 'الجمعية' جي ادارت ترڪ ڪري، حيدرآباد دکن هليو ويو. جتان بعد ۾ 1932ع ۾ ڌاري ماهنامه 'ترجمان القرآن' جاري ڪيائين. بعد ۾ پنجاب آيو ۽ 26 آگسٽ 1941ع تي لاهور ۾ 'جماعت اسلامي' جو بنياد وڌائين. ان کان پوءِ پٺاڻ ڪوٽ وٽي 'دارالاسلام' قائم ڪيائين. 1947ع ۾ لاهور پهچي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. 1953ع ۾ ختم نبوت جي تحريڪ هلي. ته ڪتاب 'قادياني مسئلا' لکڻ تي فوجي عدالت کيس موت جي سزا ٻڌائي. ان فيصلي خلاف وڏا احتجاج ٿيا ۽ جلسا جلوس ڪڍيا ويا. نتيجي طور سندس موت جي سزا عمر قيد ۾ بدلجي ويئي. تڏهن به ٽن سالن جي قيد ڪاٽڻ کان پوءِ آزاد ٿيو 6 جنوري 1964ع تي مولانا ٻيهر



گرفتار ٿيو ۽ سپريم ڪورٽ جي حُڪم تي وري آزاد ٿيو 1970ع ۾ جماعت اسلاميءَ تان استعيفا ڏئي سياست کان گوشه نشين ٿي ويو.

مولانا مودوديءَ جي تصنيفن جو تعداد، پنجاهه کان وڌيڪ آهي. دينيات، تاريخ، سياسيات، عمرانيات، قانون، ادبيات، معاشيات ۽ حديث جي موضوعن تي لکيل سندس تصنيفون قابلِ ذڪر آهن. سندس قرآن پاڪ جو تفسير 'تفهيم القرآن' تمام گهڻو مشهور آهي. هن 25 ڊسمبر 1979ع تي وفات ڪئي.

**ابوالبشير ميمڻ 'ناچيز':** اصلي نالو حاجي نوراحمد ولد محمد هاشم ميمڻ پيدائش 26 آڪٽوبر 1916ع. ڳوٺ ڇڄڙا، تعلقو قنبر ضلعو لاڙڪاڻو. سنڌي فائنل ۽ ٻه درجا انگريزي پڙهڻ کان پوءِ سب انسپيڪٽر پوليس ٿيو. تخلص 'ناچيز' رکيائين. سندس تصنيفون هيٺيون آهن: (1) فضائل نماز (1957ع)، (2) اسلام ۽ عقليات: 2 حصا (1965ع)، (3) اسان جو قائداعظم (1966ع)، (4) مضامين نور، (5) مناجات، (6) گلشن حقيقي، (7) فضائل صدقات، (8) شيرين فرهاد، (9) يوسف زليخا، (10) تحفة السلام، (11) اسلامي زندگي، ۽ (12) فرانس جي تاريخ.

**ابوالبقا:** ابوالبقا امير خان ولد ابوالقاسم نمڪين. هو شاهجهان بادشاهه جي وقت ۾ سنڌ جي مختلف علائقن جو حاڪم ۽ نواب مقرر ٿيو. مير البقا، يمين الدول ياران ملتان ۾ نائب هو. ان جي وفات کانپوءِ مرتضيٰ خان حسام الدين ان جي وفات کان پوءِ ٺٽي جو حاڪم ٿيو. ٺٽي جي حاڪميت دوران شاهجهان جي حڪم تي هن ٺٽي ۾ تاريخي "جامع مسجد شاهجهان" 1054هه بمطابق 1644ع جوڙائڻ جو ڪم شروع ڪرايو. هو سيوهڻ جو حاڪم به رهيو ۽ لوهاڙي گنجابي ۾ کيس جاگير ملي. هو مشهور فاتح ۽ مشهور حاڪم ٿي گذريو آهي.

**ابوالبقا بکري:** ابوالبقا بکري ڏهين صدي هجريءَ جو مشهور صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. بکر ۾ سندس هڪ جهوپڙي هوندي هئي، جتي ڪاٽش ڪيترائي ماڻهو فيضياب ٿيندا هئا. شيرشاهه سوريءَ جي ڪاهه کان پوءِ نصيرالدين همايون بادشاهه لشڪر سوڌو سنڌ ۾ آيو ته اُن وقت سنڌ جو والي شاهه حسن ارغون هو. همايون بکر جي ٻاهران خيما کوڙيا. ابوالبقا جي بزرگيءَ

جي هند ۽ سنڌ ۾ ايڏي ته شهرت هئي. جو همايون بادشاهه سندس جهوپڙيءَ ۾ سائس عقيدت سان ملاقات ڪئي. جڏهن شاهه حسن ارغون کي ان ملاقات جي خبر پئي ته هن ڀانيو ته ڪا سازش سٽي وئي آهي. ان ڪري هن ابوالبقا جي جهوپڙيءَ تي تيرن جو وسڪارو ڪرائي، کيس شهيد ڪرائي ڇڏيو. اهو واقعو اندازي موجب 48- 947 هه/ 41- 1540ع ۾ رونما ٿيو.

**ابو البقا ملا ٺٽوي:** ابو البقا ملا ٺٽوي، فارسيءَ جو عالم ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. شاعريءَ ۾ وڏي ڪمال جو مالڪ هو. شيخ سعدي عليه رحمت جي "گلستان" ڪي "بوستان" جي بحر ۾ نظم ڪيائين سال 1148 هه/1735ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪجهه شعر مقالات شعراء ۾ ملن ٿا.

**ابوالحسن ٺٽوي، مخدوم:** ميان ابوالحسن ٺٽي جي آخوندن مان هو پر هن وڏي سڄاڻ استاد جي سوانح بابت تفصيلي حوالا موجود نه آهن البت پنهنجي ڪتاب (مقدمة الصلوٰة) جي آخر ۾ هن پنهنجو سڄو نالو 'ابوالحسن' ٺوڙي عام ٺٽيو نالو 'ٻول' يعني 'ٻل' ۽ پنهنجي والد جو نالو عبدالعزيز لکيو آهي. سندس ڀاڻيجو ميان عبدالله 'واعظ' عرف ميان موريو 1100 هه/ 1688ع واري عرصي ۾ زنده هو مخدوم محمود قائم. جنهن غالباً ميان ابوالحسن کان مڪتبي تعليم ورتي. تنهن سال 1157هه/ 1744ع ۾ وفات ڪئي. ان مان گمان نڪري ٿو ته ميان ابوالحسن 1080- 1100 هه/1669- 1688ع واري عرصي ۾ حال حيات هو تحفة الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي ته ميان ابوالحسن پيريءَ ۾ ڏنگڙي ٽلي ڪري هلندو هو. جنهن جي معنيٰ ته وڏيءَ عمر جو هو انهن اهڃاڻن جي مدنظر ميان ابوالحسن اندازاً 1010هه/ 1601ع ڌاري ڄائو ۽ جيڪڏهن وفات وقت سندس عمر پنجاسي سال ڪن هئي ته پوءِ هن سال 1105هه/ 1693ع ڌاري وفات ڪئي.

انهن يا مٿين اهڃاڻن مطابق ميان ابوالحسن 11 صدي هجريءَ جي پوئين اڌ واري عرصي جو وڏو عالم ۽ استاد هو ان وقت هو ٺٽي ۾ سنڌيءَ ذريعي بنيادي تعليمي تحريڪ جو اڳواڻ هو جنهن جي شروعات ڪانئس اڳ ٿي چڪي هئي ان سلسلي ۾ هن نماز جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ هڪ خاص ڪتاب 'مقدمة الصلوٰة' لکيو اڳ هن موضوع تي عربيءَ يا فارسيءَ ۾ ڪتاب پڙهايا ويندا هئا. 1041هه/1631ع ۾ فتح محمد نالي هڪ ٻرڪ سنڌي عالم جيڪو پاڻ هندوستان جي شهر برهانپور جو رهاڪو هو پر جنهن جا وڏا سنڌ جي شهر ٻاٽ (موجوده ضلعي دادو) جا هئا. تنهن فارسيءَ ۾ 'مفتاح الصلوٰة' (نماز جي ڪنجي) نالي ڪتاب لکيو جيڪو مشهور ٿيو ۽ مڪتبن مدرسن ۾ پڙهايو ويو. غالباً ان کان پوءِ ميان ابوالحسن 'مقدمة الصلوٰة سنڌي' (نماز جو مهاڳ سنڌي) جي نالي سان پنهنجو ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيو. جيڪڏهن ميان ابوالحسن وڏيءَ عمر ۾ 1105هه/1693ع ۾ وفات ڪئي ته پوءِ هيءُ ڪتاب پنجويهه سال کن اڳ سنه 1080 هه/ 1669ع ڌاري لکيو هوندائين ۽ ان جي لکڻ سان 'سنڌيءَ' ذريعي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ جو هڪ نئون دور شروع ٿيو. ڇاڪاڻ جو هن سڄاڻ عالم اهو ڪتاب خاص طرح شاگردن جي تعليمي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ هڪ درسي ۽ نصابي ڪتاب طور لکيو هو. هن ڪتاب جي خاتمي تي مصنف پنهنجي هن ڪتاب لکڻ جو مقصد هن طرح ڄاڻايو آهي ته:

(الف) هن نماز جا مسئلا عربيءَ يا فارسيءَ بدران سنڌي ٻوليءَ ۾ ساري لکيا آهن.
(ب) انهيءَ لاءِ ته سڀ ان ڪتاب کي چاهه ۽ توفيق سان پڙهن ۽ ٻين کي پڙهائين.
(ج) هن هيءُ ڪتاب خاص طرح شاگردن جي تقاضا تي لکيو آهي. ۽
(د) ان جو نالو 'مقدمة الصلوٰة سنڌي' (نماز جو مهاڳ سنڌي) رکيو آهي.

ڪتاب جي اصل نالي 'مقدمة الصلوٰة سنڌي' جي معنيٰ به اهائي آهي ته هيءُ 'مقدمة الصلوٰة' يعني 'نماز جو مهاڳ' آهي. پر اهو سنڌيءَ ۾ آهي. يعني عربيءَ يا فارسيءَ بدران هي سنڌي 'مقدمة الصلوٰة' آهي. تڏهن کان وٺي هن ڪتاب کي 'مقدمة الصلوٰة سنڌي' جي بدران 'ابوالحسن جي سنڌي' سڏيو ويو مصنف جي نالي سان ڳالهه ڪتاب جو اهو عام سولو نالو ان دور جي انهيءَ چاهه ۽ ذوق جو نتيجو هو ته علمي ۽ تعليمي سلسلي ۾ جيڪي ڪجهه هجي، سو سولي سنڌيءَ ۾ ئي هجي. سنڌيءَ ۾ هن درسي ڪتاب تصنيف ڪرڻ بعد سڀ کان اول مخدوم ابوالحسن پاڻ پنهنجي درسگاهه ۾ هن ڪتاب کي پڙهائڻ شروع ڪيو ان وقت کان وٺي هيءُ درسي ڪتاب ايترو ته مقبول ٿيو جو نه فقط وڏن عالمن ۽ استادن جي وچ ۾ ان جي موضوع ۽ مضمون بابت تحقيقي بحث مباحثو ٿيو پر سنڌ جي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ ويندي اينداز اوائلي سؤ سالن تائين يعني اندازاً 1090 هه مطابق 1680ع کان وٺي ويندي 1350 هه مطابق 1916ع تائين وڏي چاهه سان درسي ڪتاب طور پڙهيو ۽ پڙهايو ويو سال 1920ع ۾ هن ڪتاب جو جيڪو ڇاپو حيدرآباد مان شايع ٿيو تنهن جي ديباچي مان ظاهر آهي ته ان وقت جي تعليمي نصاب ۾ پڻ هيءُ هڪ درسي ڪتاب طور پڙهايو ويندو هو ابوالحسن جو سنڌيءَ ۾ لکيل مقدمة الصلوٰة، نماز جو مهاڳ، درسي ڪتاب طور ايڏي وڏي اهميت وارو ثابت ٿيو جو بقول مخدوم محمد هاشم جي 'نماز جي مسئلن بابت اهو دستورالعمل بنجي چڪو هو'. انهيءَ عام مقبوليت جي مدنظر ان دور جي وڏن عالمن مخدوم محمد هاشم ۽ مخدوم محمد قائم ان ڪتاب تي علمي بحث شروع ڪيو جنهن جي ذريعي هن درسي ڪتاب جي صحت ۽ اهميت جي وڌيڪ تصديق ٿي. اهو متفقه طور تي درسگاهن ۾ پڙهايو ويو ۽ مادري زبان سنڌيءَ ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ مضبوط ٿي. هن ڪتاب جا ڇاپا گهڻائي دفعا ڇپيا آهن. جن مان بمبئيءَ مان هيٺيان ٻه ڇاپا اڳاٽا آهن: پهرئين ڇاپي جي قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي. قاضي ابراهيم بن قاضي نورمحمد حيدري پريس، بمبئيءَ مان 1869ع ۾ ڇاپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو جنهن جي قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. صفدري پريس، بمبئيءَ مان 1887ع ۾ ڇپيو هو؛ ڪتاب سنڌ جي تعليم کاتي طرفان پڻ تعليم کاتي جي پريس ڪراچيءَ مان 1871ع ۾ ڇاپيو ويو جنهن جي قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي هن عالم کي مرحوم محمد صديق ميمڻ پنهنجي تصنيف 'سنڌ جي ادبي تاريخ' ۾ عربي الف- ب ۽ فارسيءَ جا چار اکر ملائي، 'سنڌي الف- ب' ناهڻ جو موجد قرار ڏنو جنهن کي ٻين سيني اديبن ۽ عالمن جيئن جو تيئن قبول ڪيو ۽ مزيد اهين به لکيائون ته ان کان اڳ سنڌي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي.

غور طلب نُڪتو هيءُ آهي ته 'مقدمة الصلوٰة' جي تصنيف جو سال 1112هه/1700ع آهي جڏهن ته ان کان اڳ ميين شاهه عنايت، شاهه لطف الله قادريءَ ۽ ميين شاهه ڪريم جا ڪلام عربي سنڌي رسم الخط ۾ ئي لکيا ويا هئا. خاص ڪري انهيءَ حالت ۾ جڏهن 1030- 1060هه/ 1620-1650ع ۾ 'الف- ب' ۾ تحرير ٿيل منظومين جو وڏو ذخيرو موجود هو ۽ اهي به سؤ کن سال اڳ تحرير ٿيل منظومين جو اُتارو هئا. البت ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ الف - ب جي ترتيب ٻين عالمن کان ڪجهه وڌيڪ بهتر هئي.




**ابوالحسن جي سنڌي** (ڪتاب): مخدوم ابوالحسن ولد عبدالعزيز جي فقه جي موضوع تي (نماز، روزي، وضو وغيره جي مسئلن بابت) تصنيف. جنهن جو اصل نالو 'مقدمة الصلوٰة' آهي. اصل ۾ قلمي مخطوطو هو جنهن کي پروفيسر خديجه بلوچ پهريون ڀيرو ايڊٽ ڪيو ۽ سنڌي ٻوليءَ اٿارٽيءَ 1993ع ۾ ڇاپيو. ڪتاب جو مهڙ پنجاهه رپيا آهي. فضلي سنز (پرائيويٽ) لميٽيڊ ڪراچيءَ جي پريس مان ڇپيو

**ابوالحسن ڏاهري:** سنڌي، عربي ۽ فارسي جو شاعر ۽ عالم هو. هو نواب شاهه (هاڻي ضلعي نوشهري فيروز) جي ڳوٺ 'ساوڙيءَ' ۾ 1116ھ/1704ع ۾ ڄائو. 1136ھ/ 1723ع ۾ جهونا ڳڙهه پڙهڻ لاءِ ويو. ڪاٺياواڙ- گجرات جو به سفر ڪيائين. سندس ڪلام ملي نه سگهيو آهي. نثر ۾ طريقت، شريعت، حقيقت ۽ معرفت جهڙن موضوعن تي لکيائين. ان کان سواءِ تصوف ۽ ٻين نڪتن تي پڻ لکيائين. 'ڪچڪول نامو' نالي سندس ڪتاب مشهور آهي. جيڪو 1176ھ/ 1762ع ۾ تاليف ڪيائين. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب تصوف جي ٻين نڪتن تي لکيائين. 'ساوڙيءَ' ۾ مدرسو قائم ڪري درس ۽ تدريس جو شغل اختيار ڪيائين. 1181ھ/1767ع ۾ وفات ڪيائين. هالڪي ڊوڙ اسٽيشن جي ڀرسان ڏاهرين جي ڳوٺ ۾ 'ٿُلُ' نالي قبرستان ۾ مدفون آهي.

هن عالم جا ڪجهه فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ لکيل قلمي نسخا هٿ آيا آهن. جن جي بنياد تي ڪن محققن جو رايو آهي ته 'مقدمة الصلوٰة' جو مصنف ابوالحسن سنڌي هيءُ آهي. پر اها ڳالهه اڃا تحقيق طلب آهي.

**ابوالحسن صغير:** اصل نالو غلام حسين ولد محمد صادق سنڌي. ابوالحسن صغير' جي لقب سان پوري اسلامي دنيا ۾ مشهور آهي. پاڻ 1152ھ/1739ع ۾ ٺٽي ۾ ڄائو ۽ شروعاتي تعليم اتي ئي حاصل ڪيائين. جنهن کان پوءِ حجاز جو سفر اختيار ڪيائين. جتي مخدوم محمد حيات سنڌيءَ کان تعليم ورتائين (مولانا عبيدالله سنڌي، ابوالحسن صغير کي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد ڄاڻائي ٿو). علامه ابوالحسن پنهنجي وقت جو وڏو عالم، فقيهه ۽ محدث هو ۽ اجتهاد جي درجي تي فائز هو. پاڻ مسلڪ جي اعتبار سان حنفي هو. مخدوم محمد حيات سنڌيءَ جي وفات کان پوءِ سندس مدرسي 'الشفا' ۾ پاڻ حديث جو درس ڏيڻ لڳو. جتان سَوَن جي تعداد ۾ طالبن فيض پرايو. ابوالحسن صغير 25 رمضان المبارڪ 1187ھ/ 1773ع ۾ مديني پاڪ ۾ وفات ڪئي ۽ جنت البقيع جي قبرستان ۾ مدفون آهي.

**ابوالحسن مسجد:** ٻارهين صدي هه جي وچ جي هيءَ مسجد مخدوم ابوالحسن جو مقام- ديهه اين- 69. تعلقي نواب شاهه ۾ واقع آهي. هن جي اوڀر ۾ حاجي عمر سينار ڳوٺ، اتر ۾ 300 ميٽرن تي غلام حسين ڏاهري ڳوٺ، اولهه ۾ 11 ڪلوميٽرن تي دوست محمد پنهيرو ڳوٺ. نوابشاهه جو شهر هن جي اتر ۾، 35 ڪلوميٽرن تي ڏکڻ ۾ ابوالحسن ماڳيز آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "20′30 °26 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "50′16 °68 ڊگرين تي آهي. هن جي ڊيگهه 7.40 ميٽر، ويڪر 6.10 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون ۽ گارو استعمال ٿيل آهن. مسجد سڄوري مستطيل آهي. مسجد کي اوڀر ۾ هڪ نوڪدار ونگ سان هڪ مستطيل چوڪاٺ ذريعي لنگهه ڏنو ويو آهي. مهاڙي وٽ ٽي ڪُڊ ونگاوان مستطيل ۽ ٽي سڌا پاسيل ٺهيل آهن هر پاسو سادو ۽ ڊرين سان آهي. پيڙ ٻني تي برجيون ٺهيل آهن. اڌ پيالي جهڙو ننڍو گنبد، ڳچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. هن قسم جو گنبذ امير محمود خان مسجد ٺٽي ۾ ٺهيل آهي. جيڪو 1629ع ۾ ٺاهيو ويو هو. مسجد ڀاهران گاري سان لنبي وئي آهي. حجرو اندر مستطيل آهي. هن کي اتر- ڏکڻ وارين پٽين تي اونها ڪڙ ونگا (Recessed arch) پاٿيل ڏنل آهن جڏهن ته اوڀر ۽ اولهه وارين پٽين تي غصي ونگن (Blind arched) سان پاٿيل ٺاهيا ويا آهن. ڪنڊن تي ڪنڊ- جوڙ (squinches) ٺاهي مقبري کي اٺڪندو ڪري مٿس ڳچ (Drum) ٺاهيو ويو آهي. اندر به مسجد گاري سان لنبيل آهي. مسجد ٻارهين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري جي ٺهيل آهي. جو ابوالحسن جو مقبرو به. انهي دور سال 1165ھ ۾ ٺاهيو ويو هو. هن وقت مسجد زبون حاليءَ جو شڪار آهي.

**ابوالحسن مسعودي:** مسعوديءَ جو نالو علي بن حسين بن علي، ڪنيت ابو الحسن ۽ وطن بغداد هو ۽ جيئن ته مشهور اصحابي حضرت عبدالله بن مسعود رضه سان سندس خانداني سلسلو ملي ٿو انهيءَ نسبت سان مسعودي سڏبو هو. هيءُ هڪ بلند پايي جو مورخ، جاگرافي نويس ۽ سياح جي حيثيت سان مشهور آهي. هن پنهنجي عمر جا 55 سال سير و سياحت ۾ گذاريا. هن پنهنجي وطن بغداد کان سفر شروع ڪيو ۽ عراق، شام، آرمينيا، روم، (ايشيائي ڪوچڪ) آفريڪا، سوڊان ۽ حبش کان سواءِ چين، تبت، هندستان ۽ سريلنڪا به آيو ۽ انهن ڪن ملڪن جي درياهن جو به سير ڪيو. هن جيڪي ڪم تاريخي ۽ جاگرافيائي معلومات لاءِ تحرير ڪيا آهن. اهي هن کان پهريائين جاگرافيائي نويسن جي لکڻين ۾ نٿا ملن هن جي متعدد ۽ ضخيم ڪتابن مان فقط ٻه تاريخي ڪتاب موجود آهن "مروج الذهب" ۽ "معادن الجوهر" ۽ التنبيه والا شراف. مروج الذهب نهايت معلوماتي ۽ مفيد تصنيف آهي. اگرچه اهو اسلامي تاريخ جو ڪتاب آهي مگر هن جي مقدمي ۾ دنيا جي سڀني قومن جي تاريخ آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هندستان جو ذڪر ۽ هتان جي شهرن ۽ درياهن جي متعلق هن ۾ مفيد معلومات موجود آهي. مسعوديءَ اهو ڪتاب سير و سياحت ختم ڪري سنه 332ھ مطابق 943ع ۾ لکيو ۽ اهو ڪتاب مصر مان گهڻائي دفعا ۽ پيرس مان 9 جلدن ۾ 1871ع ۾ فرينچ ترجمي سان شايع ٿيو آهي. ٻئي ڪتاب ۾ به هندستان متعلق ڪجهه جغرافيائي معلومات آهي ۽ اهو لنڊن مان 1894ع ۾ شايع ٿيو آهي(Earrade Vaux) انهيءَ جو فرينچ زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. آخري عمر ۾ مسعوديءَ مصر ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ اتي سنه 345ھ ۾ فسطاط آيو ۽ 346ھ ۾ اتي وفات ڪيائين.

**ابوالطيب سنڌي:** شيخ ابوالطيب محمد بن عبدالقادر سنڌي مشهور عالم ۽ محدث هو. پاڻ گهڻو عرصو مديني منوره ۾ رهيو جتي حديث جي تڪميل ڪري وڏو محدث ۽ عالم ٿيو. پاڻ مسلڪ جي لحاظ کان حنفي ۽ سلوڪ جي لحاظ کان نقشبندي هو سندس مديني پاڪ ۾ تمام وڏو مدرسو هو جتان ڪيترن ئي عالمن فيض پرايو. پاڻ حديث ۽ فقهه تي ڪيترائي ڪتاب لکيائين. 1144ھ/ 1731ع ۾ مديني پاڪ ۾ وفات ڪيائين جنت البقيع جي قبرستان ۾ مدفون آهي.

**ابوالعباس احمد بن عبدالله بن سعيد ديبلي:** عربن سنڌ جي شهر ديبل کي فتح ڪيو ته کانئن پوءِ اتي مدرسا کوليا ويا، جن ۾ پڙهندڙن کي 'ديبلي' سڏيو ويندو هو ابوالعباس به ان حوالي سان ديبلي عالم ۽ محقق هو. هن علم جي اُڃ اُجهائڻ خاطر ڪيترائي ملڪ گهميا. وڏن عالمن کان حديثون پڙهائين ابوبڪر محمد بن اسحاق بن خزيمه جي دور ۾. نيشاپور ۾ حسن بن يعقوب جي خانقاهه ۾ اچي رهيو ۽ اتي علم پرائيندو ۽ ڏيندو رهيو. رجب 343ھ/954ع ۾ وفات ڪيائين ۽ ڪيس حيره جي تاريخي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**ابوالعباس احمد منصوري:** ابوالعباس احمد بن محمد بن صالح بن تميمي منصوري وڏو عالم، محقق ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. منصوره جو رهاڪو هو هن سنڌ ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ منصوره ۾ ڪيترن ئي ماڻهن کي علم ۽ ادب جي ڄاڻ ڏنائين. سندس نالو سنڌ جي ڏاهن ۾ ليکيو ويندو هو. عمر جي آخري حصي ۾ عراق جي شهر بغداد ويو جتي ڪيترائي عالم کانئس متاثر ٿيا. هن بغداد ۾ حديثن جي علم ۾ وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪئي. هن جون ٽي تصنيفون ڏاڍيون مشهور ٿيون. جيڪي هي آهن: المصاع الڪبير، 'ڪتاب احاديث' ۽ 'ڪتاب النير'.

**ابوالعباس محمد بن محمد بن عبدالله وراق ديبلي:** ابوالعباس محمد بن عبدالله وراق، ديبل جو رهاڪو هو وڏو عالم ۽ صالح ٿي گذريو آهي. حديث جي علم ۾ سَنَدَ حاصل ڪيائين. مشهور محدث امام حاڪم ابو عبدالله الحافظ پڻ هن سنڌي عالم جو شاگرد هو. ابوالعباس ديبليءَ 345 هه/ 956ع ۾ وفات ڪئي.

**ابوالفتح ٺٽوي:** ٺٽي جي ملن جي خاندان مان غريبي حال وارو ماڻهو هو پر هو لکيپڙهه جو هوشيار ۽ چالاڪ هو. اگرچه هو تمام پريشان روزگار رهندو هو مگر پنهنجي قابليت تي کيس فخر هو ته هو ضرور ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن وڏي عهدي تي رسندو. آخر ٿيو به ائين ٿي جو اورنگزيب عالمگير جي شهزادگيءَ واري زماني ۾ "بندر لاهري"(شاهه بندر) سندس جاگير ۾ ڏنو ويو ۽ جڏهن شهزادو ملتان ۾ آيو، تڏهن پنهنجي سنڌ واري جاگير جي عملي ۽ نوڪرن جي حساب ڪتاب صاف ڪرائڻ لاءِ کيس ملتان گهرايائين. ملان ابو الفتح به منشين جي عملي ۾ ملازم هو سو به ملتان ويو جڏهن سمورو حساب ڪتاب شهزادي عالمگير جي نظر مان گذريو ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خصوصا ابو الفتح تي حساب ڪتاب رکڻ ڪري ڏاڍو راضي ٿيو ۽ ملا ابوالفتح انهيءَ راضپي مان فائدو وٺندي ملازمت جي درخواست ڪئي، جا قبول ڪئي وئي. کيس ٺٽي جي واپسي جي سفر جو خرچ به ڏنو ويو ۽ وڏي منشيءَ جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. آخر جڏهن عالمگير هندستان جي تاج ۽ تخت جو مالڪ ٿيو تڏهن ملان ابوالفتح کي مير منشيءَ جو عهدو ۽ "قابل خان" جو خطاب ڏنو هو فارسي انشاء ۾ قابل هو. سندس خط سموري هندستان ۾ پکڙيل هئا، جنهن تي تنيا وڏا فارسي انشاء نويسيءَ جي مشق ڪندا هئا. مير قانع لکي ٿو ته "قصهء قامروپ" نثر ۾ سندس لکيل هو مگر افسوس جو آخري جمار ۾ بادشاهه جي عتاب هيٺان اچي ويو ۽ نوڪريءَ تان نڪري ويو. سندس وفات جو سن معلوم نه ٿي سگهيو آهي.

**ابوالفضل:** اڪبر اعظم جي دربار جو رتن. ابوالفضل سنڌ جي شهر سيوهڻ جو ويٺل هو. 6 محرم 958 هه/ 14 جنوري 1515ع ۾ ڄائو. پنهنجي والد شيخ مبارڪ کان تعليم ورتائين. مضمون جي صنف ۾ وڏو ڪمال حاصل ڪيائين. 981 هه/ 1573ع ۾ اڪبري دربار سان وابسته ٿيو. تحرير جي ڪمال ۽ خلوص سبب خاص صلاحڪار مقرر ٿيو پر هن جو عهدو ٽن هزار سپاهين جي سالار کان اڳتي نه وڌيو. اڪبر بادشاهه جڏهن 'دين الاهي' جوڙيو ته ان آزاد خيال دين جي سماجي، معاشي، اقتصادي ۽ زندگيءَ جي مختلف رُخن جي قانونن جوڙڻ ۾ هن رهنما جو ڪردار ادا ڪيو.



اڪبر بادشاهه آخري دؤر ۾ هن کي حيدرآباد دکن موڪلي ڇڏيو. جتان واپسيءَ تي، شهزادي سليم جي مرضيءَ موجب هڪ لوڪر 'بندِيلا رئيس'، گواليار کان پنجن ڪوهن جي مفاصلي تي انتري وٽ ربيع الاول 1011 هه/ 22 آگسٽ 1602ع ۾ کيس قتل ڪري ڇڏيو. سندس بنا مٿيءَ وارو لاش آگري ۾ دفن ٿيو.

ابوالفضل جي تصنيفن مان 'اڪبر نامو' (3جلد)، 'آئين اڪبري'، 'انشاء ابوالفضل' (ٽي مجموعا) مشهور آهن. 'عيار دانش' به هن جي تصنيف ٻڌائي وڃي ٿي. فارسي تحرير ۾ اڄ به هن کي ساراهيو وڃي ٿو. هيءَ اڪبر بادشاهه جي نون رتنن مان هڪ هو.

**ابوالفضل بن طاهر ٺٽوي:** سندس والد مولانا محمد طاهر شيرازمان اچي ٺٽي ۾ رهيو. علمي فضيلت ۽ ڪماليت جو صاحب هو. ابو الفضل جهان جي زماني ۾ ٺٽي ۾ منصب دار هو. علي شير قانع لکي ٿو ته ابو الفضل ٻارهين صديءَ جي قابل احترام بزرگن مان هو.

**ابوالفضل بيهقي:** ابوالفضل بيهقي مشهور تاريخدان ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو ابوالفضل محمد بن حسين آهي. هو 385 هه/ 995ع ۾ حارث ۾ پيدا ٿيو. نيشاپور ۾ تعليم حاصل ڪيائين. هن کي غزنيءَ جي دربار ۾ چڱي عزت هئي. ڪن سببن جي ڪري قيد به رهيو. 'تاريخ بيهقي' يا 'تاريخ مسعودي'، جيڪا ٽيهن جلدن ۾ آهي، هن جو مشهور ڪتاب آهي. 470 هه/ 1077ع ۾ وفات ڪيائين.

**ابوالفضل نور احمد سنڌي:** ابوالفضل نور احمد سنڌي، ٻهرين جنوري 1958ع تي خيرپور ميرس (سنڌ) ۾ پيدا ٿيو. هو سنڌ ليکڪ آهي ۽ هن وقت سندس رهائش ڪراچي ۾ آهي. سندس تصنيفون هي آهن 1- سنڌ سنڌهيون ڪا هي 1984، 2- خواتين اسلامي انسائيڪلو پيڊيا 2000، 3- خدا انسان اور دهرتي 2006.

**ابو الفضل ۽ فيضي مع حل لغات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ اڪبر بادشاهه جي دربار جي ٻن رتنن ابو الفضل ۽ فيضيءَ (جي ٻئي ڀائر سنڌي هئا) جي سوانح حيات کانسواءِ سندن علميت ۽ قابليت جو ذڪر ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ 214 صفحا آهن. هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو ميسرز پوڪرداس اينڊ بڪ سيلرز پبلشرز ڪراچيءَ، ٻاران 1936ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب جو هڪ ٻيو ڇاپو 1993ع ۾ سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد، ذڪي آرٽ پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**ابوالقاسم سلطان ٺٽوي:** مشهور فاتح ۽ سپهه سالار مير ابوالقاسم خان زمان جي گهر ۾ 960هه (1552ع) ۾ پيدا ٿيو. هو پنهنجي والد وانگي بهادر، خود سر ۽ سخي مرد هو. پاڻ سٺو شاعر به هو. سندس تخلص "بيگلار" هو. ترخان گهراڻي جو جڏهن خاتمو ٿيڻ لڳو ۽ مرزا جاني بيگ اڪبري دربار ۾ وفات ڪري ويو تڏهن ابوالقاسم سلطان، مرزا جي فرزند مرزا غازي بيگ کي، جو سندس ناٺي به هو، هڪ خط لکيو ته ملڪ جون حدون مقرر ڪيون وڃن جنهن کان پوءِ مرزا غازي بيگ سائس جنگ جو اعلان ڪيو. آخر ملاڪاتيار وٽ ٻنهي فوجن جون ڇانوڻيون لڳيون. پر جنگ شروع ٿيڻ کان اڳي مرزا غازي بيگ فريب تحت پنهنجا ماڻهو موڪلي صلح جو پيغام ڏنو ۽ پاڻ وٽ اچڻ لاءِ چيائين. هي بهادر اڪيلي سر انهن ماڻهن سان گڏ ويو ته هيڏيءَ ۾ غازي بيگ جي ماڻهن مٿس حملو ڪري جو ڪٽيو ٻڌي اچي کيس غازي بيگ اڳيان پيش ڪيو. غازي بيگ سندس ٻئي اکيون ڪڍي ٺٽي جي هڪ محل ۾ جيڪو واهه جي ڪناري تي هو، بند ڪرائي ڇڏيو. ڪجهه وقت کان پوءِ اتان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر ڀڄي نه سگهيو ۽ 70 سالن جي جمار ۾ 1030هه/1620ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

**ابوالقاسم سلطان، مير جي مزار:** ارغون ترخان دور جي هيءَ مزار / اڱوت توڪي قبرستان ۾ واقع آهي. مير ابوالقاسم جي مزار سندس والد امير شاهه قاسم خان زمان جي پهلوءَ ۾ آهي ۽ پيلي پٿر جي پڪ سرائين ٺلهي تي ٻڌل آهي. پيراندي، ڪاٺ لڳل تعويذ تي وفات جو سن لڳل آهي. "مير ابوالقاسم ولد مير شاهه قاسم خان بيگلار 1039 هه". هن صاحب ترخان دور تي هڪ تاريخ بيگلار نامو' لکي، جيڪا انهيءَ دور بابت لاثاني آهي.

**ابو القاسم شڪر الاهي ٺٽوي:** ابوالقاسم ٺٽي جو مشهور شاعر ۽ عالم ٿي گذريو آهي. نقشبندي طريقي سان واسطو رکندو هو. هن جو پورو نالو سيد ابوالقاسم سراج الدين محمد ولد مير ولي هو. هو 1138 هه/ 1725ع ۾ ٺٽي ۾ ڄائو. شڪر الله جي خاندان مان هجڻ ڪري کيس ابوالقاسم شڪر الاهي سڏيو ويندو هو. هو ٻارهن ورهين جو هو ته سندس پيءُ فوت ٿي ويو. ٺٽو تنهن زماني ۾ علم ۽ ادب جو مرڪز هو ان ڪري ابوالقاسم به شعر جوڙڻ لڳو. سنڌ جي تاريخ بابت لکيل مشهور ڪتاب 'تحفته الڪرام' جو ليکڪ مير علي شير "قانع" ٺٽوي، سندس همعصر هو. ميان مراد ياب خان ڪلهوڙو جڏهن سنڌ جي تخت تي ويٺو ته ٻنهي تعنتيه ڪلام چيو. جيڪو تاريخ متعلق هو سيد ابوالقاسم شڪر الاهي "مقالات الشعراءِ" جي لکڻ يعني سن 1169 هه تائين زنده هو. هي صاحب شايد انهيءَ صديءَ جي آخر يا 13 صدي هجري جي اوائل ۾ رحلت ڪري ويو.

**ابوالقاسم "تمڪين":** ابوالقاسم اڪبر بادشاهه جي دور ۾ مختلف وقتن تي سبيءَ، ڪاڻ بکر ۽ سيوهڻ تائين جاگيردار ۽ حاڪم ٿي گذريو آهي. هو طاقتور سپهه سالار جي حيثيت ۾ سڃاتو وڃي ٿو. هن سبيءَ جو قلعو ٻني قبيلي جي ٻنهائن سان جنگ ڪري فتح ڪيو. قره بيگ جي وفات بعد کيس سيوهڻ، بکر، لوهاوڙي ۽ گنجابي جي جاگير ملي. هن بکر ۾ (روهڙيءَ جي پرسان) درياءَ جي ڪپ تي هڪ وڏو ۽ عاليشان ٺلهو جوڙايو. اتي ويهي فيصلا وغيره ڪندو هو. اهو ٺلهو "صفه صفا" جي نالي سان مشهور ٿيو. کيس علم ادب جو تمام گهڻو شوق هو ۽ هڪ ڪتاب "منشات تمڪين" نالي لکيائين. هو 1018 هه 1609ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه به سندس ٺهرايل ٺلهي "صفه صفا" تي آهي. اهو ماڳ هاڻي "ستين جو آستان" جي نالي سان مشهور آهي.

**ابو الڪسيس الزهراوي:** ابو القاسم خلف بن عباس الزهراوي "قرطبه" ۾ سن 936ع ۾ پيدا ٿيو. صاحب موصوف جراحت جي فن ۾ نمايان شهرت حاصل ڪئي. هن جي مکيه ڪتابن مان هڪ "تصريف" آهي. جنهن جو پورو نالو "التصريف لمن عجز عن التاليف" آهي. جراحت جو هيءُ بهترين ڪتاب آهي. ابو ڪسيس لکي ٿو ته "جراحت ٻن قسمن جي آهي. هڪ اها جا مريض کي مرض کان نجات ڏياري، ۽ ٻي اها، جا هن کي موت سان ملاقات ڪرائي. ابو القاسم فن جراحت ۾ خبرداريءَ کي دليري تي ترجيح ڏئي ٿو. جراحت تي هن ٻيا به ڪيترا ڪتاب لکيا آهن "ڏنب" تي هن هڪ خاص ڪتاب لکيو آهي. هڪ ٻئي ڪتاب ۾ "مثاني جي پٿري" کي ٻاهر ڪڍڻ ۽ اهڙا ٻيا جراحت جا فن بيان ڪيل آهن. هڪ ٽئين ڪتاب ۾ هڏن ڀڃڻ ۽ سڌن نڪرڻ جو مفصل احوال علاج سميت لکيو اٿس. الزهراوي نه صرف هڪ بلند پايي جو جراح هو پر ان سان گڏ علم طب ۽ حڪمت جي ٻين شعبن تي به کيس اعليٰ دسترس حاصل هئي. اهڙي طرح علم الادويه مفردات و مرڪبات، ۾ به سندس مٽ زماني ۾ ٿورا عالم هئا.

**ابوالڪلام، آزاد:** مشهور مفڪر، عالم دين ۽ عظيم سياستدان مولانا ابوالڪلام آزاد جو سڄو نالو محي الدين احمد بن خيرالدين ڪنيت 'ابوالڪلام' ۽ تخلص 'آزاد' هو. هي صديقي خاندان مان هو. سندس والد خيرالدين، مولانا محمد افضل جي ننڍي صاحبزادي محمد هادي، جو فرزند هو. محمد هادي مغل بادشاهه شاهجهان جي دور ۾ آگري ۾ سرڪاري ملازم هو.

مولانا آزاد جو والد خيرالدين، هندستان جون حالتون سازگار نه ڏسي، پنهنجي ناني مولانا منورالدين سان گڏ مڪي معظم وڃي، جتي شيخ محمد بن طاهر وتري جي ياٽيجيءَ سان 1862ع ڌاري شادي ڪيائين. کيس آگسٽ 1888ع ۾ مڪي شريف ۾، باب سلام جي ويجهو قدوه محلي ۾ محي الدين احمد نالي فرزند ڄائو جيڪو اڳتي هلي عالم اسلام جو جيد عالم ٿيو ۽ ابوالڪلام آزاد جي نالي سان مشهور ٿيو مولانا آزاد پنجن سالن جي عمر ۾ تعليم وٺڻ شروع ڪئي. سندس والد 1895ع ۾ علاج لاءِ ڪلڪتي آيو ۽ اتي ئي رهي پيو. مولانا آزاد عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم والد وٽ ورتي. پوءِ مختلف استادن وٽ پڙهي، 1902ع ۾ تحصيل ۽ تڪميل ڪيائين. تعليم کي پڪي ڪرڻ لاءِ، ڪجهه وقت شاگردن کي پڙهائيندو رهيو. 1903ع ڌاري طب ۾ تعليم ورتائين. انهيءَ زماني ۾ شعر به جوڙڻ لڳو. مطالعي جو گهڻو شوق هوس. اردو مصنفن مان مولانا حالي، مولانا شبلي، ڊاڪٽر نذير احمد ۽ سر سيد احمد خان جا ڪتاب شوق سان پڙهيائين. 1905ع کان 1910ع تائين مذهبي ڪتابن جو پورو اڀياس ڪيائين. هن علامه ابن رشد، امام غزالي، مولوي محمد حسين آزاد ۽ ٻين عالمن جو پڻ مطالعو ڪيو.

اخبار نويسيءَ جو شوق 11 سالن جي عمر کان هوس. 1899ع ۾ 'نيرنگ خيال' رسالو ڪڍيائين. جيڪو 8 مهينا هليو. 1900ع ۾ 'المصباح' رسالو ڪڍڻ لڳو. 1903ع ۾ 'احسن الاخبار' ۾ مضمون لکيائين. ساڳئي سال نومبر 1903ع ۾ 'لسان الصدق' نالي ماهوار رسالو ڪڍيائين. 1904ع ۾ انجمن حمايت اسلام جي ساليانی اجلاس ۾ تقرير ڪيائين. انهيءَ سال جي آخر ۾ والد سان گڏ حجاز ويو. ٻئي سال موٽڻ بعد، هن جي مولانا شبليءَ سان



بمبئيءَ ۾ واقفيت ٿي، جنهن پنهنجي رسالي 'الندوه' جي ايڊيٽري هن جي حوالي ڪئي. ان کان پوءِ 1906ع ۾ اخبار 'الوڪيل' امرتسر ۾ ڪجهه وقت ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. اتان واپس ڪلڪتي اچڻ بعد اربندو گهوش ۽ ٻين انقلابي ڪارڪنن سان واقفيت ٿيس. سندس والد 15 آگسٽ 1908ع تي وفات ڪئي. ان کان پوءِ مولانا آزاد مسلمان ملڪن جي سير تي ويو. عراق، شام، مصر ۽ ترڪي گهمڻ کان پوءِ فرانس ويو. جتان موٽي وطن آيو. 1909ع جي سفر ۾ هن مسلمان ملڪن جي سياسي تحريڪن ۽ آزاديءَ جي هلچل جو مطالعو ڪيو ۽ ڪيترن ليڊرن سان ملاقات ڪئي. واپس اچڻ بعد 13 جولاءِ 1912ع تي هن مشهور اردو رسالو 'الهلال' ڪڍيو. جنهن ۾ هن مذهبي، ادبي ۽ سياسي مضمون لکي، پنهنجي قابليت جو سڪو هندستان تي ويهاري ورتو. 1913ع ۾ هن مسلم ليگ ۾ حصو وٺي، سر وزير حسين جي مشوري سان، ان جي مقصدن ۾ تبديلي ڪرائي. يعني مسلم ليگ سان گڏجي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرايائين.

1914ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ، لڙائيءَ دوران انگريزن سان وفاداري ڏيکارڻ جي پاليسي ڏيکاري، پر هن ديوبندي عالمن سان گڏ اها پاليسي اختيار ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ 'الهلال' ۾ آزادانه مضمون لکندو رهيو. 14 ۽ 21 آڪٽوبر 1914ع جي 'الهلال' تي پابندي مڙهي

وٺي ۽ مولانا آزاد 18 نومبر 1914ع کان 'الهلال' کي ٻاڻ ٿي بند ڪري ڇڏيو. 12 نومبر 1915ع ۾ هفتيوار رسالو 'البلاغ' شروع ڪيائين. تنهن سرڪار، کيس رانچي (بهار) ۾ 30 مارچ 1916ع تي نظربند ڪري رکيو نتيجي طور کيس 'البلاغ' رسالو به بند ڪرڻو پيو رانچيءَ ۾ نظربنديءَ دوران 'ترجمان القرآن' لکڻ شروع ڪيائين. جنهن ۾ زماني حال جي تقاضائن مطابق قرآن پاڪ جي تشريح ڪيائين. 1919ع ۾ ڪتاب 'تذڪره' لکيائين. 1 جنوري 1920ع ۾ آزاد ٿيو ان وقت آزاديءَ جي هلچل ۽ خلافت تحريڪ جو زور هو. جنهنڪري سموري هندستان جو سير ڪيائين. فيبروري 7- 8- 9- 10، 1920ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ پير رشدالله شاهه جهنڊي واري جي صدارت ۾ ٿيل صوبه سنڌ خلافت ڪانفرنس ۾ تقرير ڪيائين. 15- 16- 17 فيبروري 1920ع تي، بمبئيءَ ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي صدارت ۾ ٿيل خلافت ڪانفرنس جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ بعد 20 فيبروري 1920ع تي ڪلڪتي ۾ خلافت ڪانفرنس جي اجلاس جي صدارت ڪيائين.

مولانا آزاد، مهاتما گانڌيءَ سان ملي، حڪيم اجمل خان جي همراهيءَ ۾، ناگپور آل انڊيا ڪانگريس جي سالياني اجلاس ۾ سرڪار سان عدم تعاون جو ٺهراءُ پاس ڪرايو. ان زماني ۾ هندو مسلم اتحاد جو اوج هو. ان ڪري مسجدن ۽ مندرن ۾ هندو ۽ مسلمان سياستدان ۽ عالم گڏجي تقريرون ڪرڻ لڳا. مولانا سڄي هندستان جو سير ڪري تقريرون ڪيون. مارچ 1921ع ۾ لاهور جي بادشاهي مسجد ۾ سرڪار جي جاري ڪيل منعنامي جي خلاف ورزي ڪندي زوردار تقرير ڪيائين. سرڪار 7- 8- 9- 19 جولاءِ 1921ع تي مولانا محمد عليءَ جي صدارت هيٺ سڏايل خلافت ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ ڪيل تقريرن تي جهن ليڊرن کي سيپٽمبر ۾ گرفتار ڪري ڪيس هلايو، جنهن ۾ مٿن الزام هو ته هنن ملٽريءَ کي بغاوت لاءِ آماده ڪيو هو. مولانا آزاد عوامي گڏجاڻين ۾ اهي ٺهراءُ ورجائڻ لڳو. نومبر 1921ع ۾ پرنس آف ويلس هندستان آيو جنهن جو سمورين سياسي تحريڪن بائيڪاٽ ڪيو، نتيجي طور مولانا کي 10 ڊسمبر 1921ع تي 124- اي قلم هيٺ ڪيس هلائي، هڪ سال سزا ڏني وئي. مولانا ان موقعي تي تاريخي بيان ڏنو جيڪو 'قول فيصل' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيل موجود آهي. ان وچ ۾ هندو مسلم ڇڪتاڻ وڌي وئي. سيپٽمبر 1923ع ۾ ڪانگريس جو خاص اجلاس مولانا جي صدارت ۾ ٿيو ڪو خاص نتيجو نه نڪتو پر مولانا ڪوشش ڪندو رهيو ان کان پوءِ مسلمان ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا: (1) قومپرست گروهه (2) فرقي پرست گروهه. مولانا قومپرست گروهه سان رهيو 1925ع ۾ ڪانپور ۾ آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جي اجلاس ۾ صدارت ڪيائين. 1930ع ۾ سول نافرمانيءَ جي تحريڪ ۽ لوڻ جي قانون ٽوڙڻ واري تحريڪ ۾ 6 مهينا سزا ڪاٽيائين. 1931ع ۾ جميعت العلماءِ هند جي آل انڊيا ڪانفرنس (ڪراچيءَ) جو صدر ٿيو 1940ع ۾ رامگڙهه واري ڪانگريس اجلاس جو صدر چونڊيو جنهن عهدي تي هندستان جي ورهاڱي 1947ع تائين رهيو ان کان پوءِ ڀارت جي آزاد حڪومت ۾ وزير تعليم ٿي رهيو 21 فيبروري 1958ع ۾ وفات ڪيائين جامع مسجد جي سامهون سرمد شهيد جي پير ۾ دهليءَ ۾ مدفون آهي.

'ترجمان القرآن'، 'تذڪره'، 'غبار خاطر'، 'آزاديءِ هند'، 'انسانيت موت کي دروازي تي' سندس پيون تصنيفون شاهڪار حيثيت رکن ٿيون. مولانا آزاد اعليٰ پايي جو اديب، بيدپو قربانيءَ جو مجسم بلند پايي جو مفڪر روح اسلام جو ڄاڻو ۽ ازادي جو پختو انسان هو.

**ابو الليث صديقي پروفيسر:** پروفيسر ڊاڪٽر ابوالليث صديقي 15 جون 1916ع تي آگري (اڪبر آباد) ۾ پيدا ٿيو ابو الليث صديقي اردو زبان ۽ ادب جو ممتاز اديب، نقاد، محقق، ماهر تعليم ۽ سابق استاد شعبه اردو اورينٽل ڪاليج لاهور رهيو ان کانسواءِ سابق صدر شعبه اردو ڪراچي يونيورسٽي، پروفيسر ايمريٽس ۽ مدير اعليٰ اردو لغت بورڊ ڪراچي (84-1962) پڻ رهي چڪو هو ابو الليث جون هي تصنيفون مشهور آهن 1- لکنوء کان دبستان شاعري 2- ڪليات مصحفي، 3- آج ڪا اردو ادب، 4- غزل اور متغزلين 5- تاريخ زبان ادبيات اردو، 6- تاريخ اصول تنقيد، 7- جديد اردو ادبيات. هن عظيم هستيءَ ڪراچيءَ ۾ 7 سيپٽمبر 1994ع تي وفات ڪئي.

**ابوالمڪارم شهود ٺٽوي:** عالم، فاضل ۽ شاعر ٿي گذريو آهي سنڌس پيءُ ٺٽي جو گورنر هو ابو المڪارم کي لغت ۽ تاريخ جي تمام گهڻي ڄاڻ هئي، ان زماني جا چوڏهن علم کيس بر زبان ياد هئا. هو پنهنجو سڄو وقت پڙهڻ ۾ گذاريندو هو هن جو الڳ ڪتب خانو هو جنهن ۾ سوين ڪتاب جدا جدا موضوعن تي موجود هوندا هئا. هن 1037هه/ 1687ع ڌاري وفات ڪئي، کيس قلندر شهباز جي پڪ ۾ سيوهڻ ۾ دفنايو ويو.

**ابوبڪر احمد حليم پروفيسر:** پروفيسر ابوبڪر احمد حليم (اي بي حليم) نامور ماهر تعليم و تاريخ ۽ تحريڪ پاڪستان جو ڪارڪن 1 مارچ 1897ع ۾ جهان آباد (بهار) ۾ پيدا ٿيو پروفيسر ابوبڪر احمد حليم علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ جو سابق پرووائيس چانسلر ۽ شعبه تاريخ جو صدر رهڻ کانسواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون وائيس چانسلر (51-1947) ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جو پڻ پهريون وائيس چانسلر رهيو هو اسلامي نظرياتي ڪائونسل جو رڪن به رهيو هو هن نامور هستي 20 اپريل 1975ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي، کيس ڪراچيءَ ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**ابوبڪر شبلي:** ابوبڪر شبلي، ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ابوبڪر ٽريجائيءَ ۾ 1942ع ۾ ڄائو سنڌس تعليم مولوي عالم ۽ انٽرميڊيٽ هئي عربيءَ جو استاد ۽ اداره اسلاميات ۾ محقق هو 6 مارچ 1967ع تي وفات ڪيائين سنڌس تصنيفون هيٺينءَ ريت آهن: (1) تاريخ اسلام - 4 ڀاڱا (1955ع)، (2) تاريخ بنو اميه (1955ع)، (3) تاريخ خلافت راشده (1955ع)، (4) آسان عربي گرامر (1955ع)، (5) سنڌي درسي گرامر (1958ع)، (6) سيرت رسول (1959ع)، (7) دنيا جي ڪهاڻي (1961ع)، ۽ (8) شرح مدارج القراة العربية.

**ابوبڪر صديق رضه:** اسلام جو پهريون خليفو، مردن مان سڀ کان اڳ اسلام قبول ڪندڙ، نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جو يار غار ۽ سچو ساٿي، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه هجرت کان 50 سال اڳ، مڪي شريف ۾ 'بنو تميم' قبيلي ۾، 572ع ۾ پيدا ٿيو سنڌس پيءُ جو نالو عثمان بن عامر هو جيڪو پنهنجي نالي کان وڌيڪ، پنهنجي ڪُنيت 'ابوقحافه' سان مشهور هو سنڌس والده جو نالو سلميٰ بنت صخر هو ۽ سنڌس ڪنيت اُم الخير 'قريش' جي هڪ شاخ هو.

عثمان بن عامر 'ابوقحافه'، کي ڪو ٻار نه بچندو هو. ان ڪري هن ٻاس ٻاسي ته هائي جيڪو ٻار پيدا ٿيندو، تنهن جو نالو 'عبدالڪعبه' رکيو ويندو. ان کان پوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضه جي ولادت ٿي ته ٻاس موجب سنڌس نالو 'عبدالڪعبه' رکيو ويو سنڌس ٻچي وڃڻ ڪري، کيس 'عتيق' پڻ سڏيندا هئا. عتيق جي معنيٰ 'بچيل'، 'آزاد'، 'سهڻو'، ۽ 'پلو' وغيره آهي. ٻاڻ ننڍي هوندي کان ئي نيڪ ۽ سعادت مند هو ڪرڙ ڪين ڳالهائيندو هو جوانيءَ ۾ تجارت شروع ڪيائين. ٻاڻ قريش جو سردار، مدبر ۽ مشهور مالدار شمار

ڪيو ويندو هو قريشين. پنهنجي قبيلي جي هر شاخ کي هڪ مخصوص شعبو ڏنو هو. بنو تيم، قبيلي کي خون بها ۽ ڏنڊ جون رقمون وصول ڪرڻ جو ڪم سونپيل هو. حضرت ابوبڪر جيڪو ٻه ڏوهه ڏنڊ ڪنهن تي رکندو هو، قريش اهو پري ڏيندا هئا. ڪنهن ٻئي جي فيصلي تي عمل نه ڪندا هئا. سندس عدل ۽ انصاف ان وقت به مشهور هو.

18 سالن جي عمر ۾ حضرت ابوبڪر، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم سان گڏ ڪيڏي جي تجارت سانگي شام جو سفر ڪيو. سفر دوران حضور صلي الله عليه وسلم جن هڪ وڻ هيٺان ويٺا. ابوبڪر رضہ پرسان هڪ راهب جي مڙهيءَ ۾ لنگهي ويو ۽ ڪانئس ديني ڳالهيون پڇڻ لڳو. راهب ڪانئس پڇيو: 'وڻ هيٺان ڪير ويٺل آهي؟' ابوبڪر رضہ کيس نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي باري ۾ ٻڌايو. راهب قسم کڻي چيو ته: 'اهو نبي آهي. جو ته عيسيٰ عليه السلام کان پوءِ اهڙو شخص انهيءَ وڻ هيٺان ويٺو آهي.' اها ڳالهه حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي دل ۾ اهڙيءَ طرح ويهي وئي، جو 38 ورهين جي ڄمار ۾، جڏهن کين نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي رسالت جي خبر پئي ته بنا دير ان جي تصديق ڪري، ايمان آندائون. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن سندن نالو 'عبدالڪعبہ' مان بدلائي 'عبدالله' رکيو. روايتن مطابق مٿن ڪيترائي لقب پيا، جيئن: ابوبڪر، 'صديق'، 'عتيق'، ۽ 'اوّاہ' وغيره. پر 'ابوبڪر' لقب گهڻو مشهور ٿيو ۽ سچ ڳالهائڻ هجڻ ڪري، کين 'صديق' پڻ چوندا هئا. ڪن روايتن مطابق، حضرت ابوبڪر رضہ، حضور صلي الله عليه وسلم جن جي هر ڳالهه جي بنا دير تصديق ڪندا هئا. تنهن ڪري مٿن 'صديق' جو لقب پيو. ان حوالي سان معراج واري واقعي جي سچائيءَ بابت پڻ حضرت ابوبڪر رضہ سڀني کان اڳ شاهدي ڏني. تنهنڪري پاڻ سڳورن کين 'صديق' جو لقب ڏنو.

ظهور اسلام کان پوءِ، حضرت ابوبڪر صديق رضہ ئي اهو صحابي ۽ حضور ﷺ جن جو سچو ساٿي هو، جنهن اسلام جي تبليغ ۾ سڀ کان پهريائين وڏيون وڏيون تڪليفون برداشت ڪيون. جيتوڻيڪ حضرت ابوبڪر صديق رضہ، قريش جي هڪ مالدار ۽ خوشحال خاندان سان تعلق رکندو هو، پر ايمان آڻڻ کان پوءِ، هو قريشين لاءِ هڪ وڏو چئلينج بڻجي ويو. قريش هر حال ۾ سندس جرم (اسلام قبول ڪرڻ) معاف ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. هن مجاهد، قريشين جي پرواهه نه ڪندي، اسلام جي ترقيءَ ۽ ترويج لاءِ پنهنجون سموريون ڪوششون صرف ڪري ڇڏيون. خوشحال تاجر هجڻ ڪري حضرت ابوبڪر صديق رضہ پنهنجي مال دولت کي اسلام جي ڦهلاءَ لاءِ صرف ڪري ڇڏيو. اسلام جي پهرئين بانگي، حضرت بلال حبشيءَ کي پڻ حضرت ابوبڪر رضہ خريد ڪري، آزاد ڪيو هو.

تبليغ اسلام جي ڏينهن ۾، حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم ۽ سندن پيارا ساٿي، ڪافرن جي عتاب جو شڪار ٿي رهيا هئا. اهڙيءَ صورتحال ۾ نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم، 622ع ۾ حضرت ابوبڪر صديق سان گڏ، مڪي کان مديني ڏانهن هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مديني پهچڻ کان پوءِ، حضرت ابوبڪر پنهنجي اهل عيال کي پڻ مديني گهرايو. ان بعد حضرت ابوبڪر صديق، جنگ بدر، جنگ خندق، جنگ احد، صلح حديبيه، فتح خيبر ۽ فتح مڪه جي موقعن تي، اسلام جي بچاءَ لاءِ قربانيون ڏنيون. مڪي جي فتح وقت حضرت ابوبڪر جي والد عثمان بن عامر ابوقحافہ پڻ اسلام قبول ڪيو.

11 هه/ 632ع ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جي وفات بعد کين اسلام جو پهريون خليفو مقرر ڪيو ويو. سندن عهد خلافت جي واقعن ۾ اسامہ بن زيد جي لشڪر جي روم روانگي، قرآن مجيد جي تدوين لاءِ ڪاميابيءَ جي مقرري، شام ۽ عراق جي فتحن لاءِ لشڪرن جي روانگي ۽ يمامه، بصره، اجنادين ۽ مرج الصفر جون جنگيون قابلِ ذڪر آهن. پاڻ ٻه سال ٽي مهينا ۽ يارهن ڏينهن اسلام جا خليفا رهيا. سندن عهدِ خلافت ۾ اسلام جي ترقي ۽ ترويج ٿي ۽ مسلم دنيا ۾ اسلام جو ڦهلاءُ ٿيو. سندن حڪومت ۾ ڪيترائي ملڪ فتح ڪري، اتي اسلام نافذ ڪيو ويو. 13هه/ 634ع ۾ سندن طبيعت ناساز ٿي پئي. 15 ڏينهن جي علالت بعد، 63 سالن جي عمر ۾، مغرب ۽ عشاء جي وچ واري وقت، 22 جمادي الثاني 13 هه/ 634ع تي لاڏاڻو ڪيائون. اسلام جي هن مرد مجاهد ۽ پهرئين اسلامي خليفي کي حضور صلي الله عليه وسلم جي مقبري جي پرڀرو سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**ابوبڪر قاضي**: ابوبڪر قاضي هالن جو رهندڙ مشهور عالم هو. شاعريءَ ۾ سندس مولود ۽ ڪافيون مشهور آهن. هن تي تصوف جي منصوري مام جو رنگ غالب هو. ابوبڪر قاضي 1295 هه/ 1878ع کان اڳ وفات ڪئي.

**ابو بن ادم**: (ڏسو: ابراهيم بن ادم بلخي)

**ابُو تراب شيخ**: سنڌ ۽ هند جو پهريون صوفي درويش، جيڪو 'ابوترابيءَ' جي نالي سان مشهور هو. بنوعباس جي حڪومتي دور (786 کان 808ع) ۾، سنڌ جي ڪجهه علائقن تي حاڪم مقرر ٿي آيو. هن بزرگ، 'بکر' ۽ 'ڪرڙي' جا قلعا فتح ڪيا. سندس شمار تبع تابعين ۾ ٿيندو آهي. هيءُ خليفي هارون رشيد جي زماني ۾ ٿي شهيد ٿيو هو. سندس مقبرو ٺٽي ۾ 'گجي' شهر کان ٽي ميل ڏکڻ اولهه طرف، ترڙيءَ جي مڪان ۾، تعلقي ميرپورساڪري، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. سندس روضي جي ڪتبي تي تاريخ وفات 171 هه/ 788ع لکيل آهي. ان لحاظ کان، هن درگاهه کي سنڌ جي قديم درگاهه سڏيو وڃي ٿو.

**ابو حنيفہ بڪري قاضي**: سنڌ ۾ حنفي مذهب جو قاضي، وڏو عالم، زماني جو شيخ ۽ (انهيءَ دور جي) مشاهيرن مان هو. سلطان محمد تغلق جي زماني ۾ هن جي ياران بکر جو قاضي هو. جڏهن دنيا جو سياح محمد ابن بطوط بکر ۾ (734 هه) ۾ پهتو، تڏهن ساڻس ملاقات ڪيائين. جنهن جو ذڪر پنهنجي سفرنامي ۾ ڪيو اٿس.

**اَبُوذر غفاري، حضرت**: ابوذر غفاريءَ جو اصل نالو جندب هو ۽ 'ابوذر' سندس ڪنيت آهي. مشهور اصحابي ٿي گذريو آهي. جيڪو پهريائين اسلام قبول ڪندڙن ۾ پنجون شخص هو. نهايت زاهد، عابد، عالم ۽ سچار هو. نبي سڳوري جي حڪم تي پنهنجي قبيلي ۾ وڃي اسلام جي تبليغ ڪندو رهيو ۽ هجرت کان پوءِ مديني شريف ۾ آيو. نبي سڳوري کيس ٻه ڀيرا مديني جو امير مقرر ڪيو. خلافت راشدہ جي دور ۾ فتوئن به ڏيندو هو. نبي سڳوري جي عهد جي سادگيءَ جو شيدائي هو. وٽس جڏهن مال ۽ دولت جي فراواني ٿي ته نهايت بيزار ٿي پيو. هو دنيوي مال دولت جمع ڪرڻ جي سخت خلاف هو. نبي سڳوري جي وفات کان پوءِ شام ڏانهن ويو ۽ دمشق جي بااختيار صاحبن جي پُرتڪلف زندگيءَ تي تنقيد ۽ احتساب ڪرڻ لڳو. انهيءَ ڪري امير معاويہ جي شڪايت تي کيس مديني سڏايو ويو. اتي مصلحتاً کيس عام ماڻهن کان جدا 'ربذہ' ۾ رهايو ويو، جتي ٿي 12 هه/ 634ع ۾ وفات ڪيائين.

**ابو زيد حسن سيرافي**: هيءُ ٽين صدي هجري جو سياح ۽ تاجر آهي. ۽ خليج جي مشهور بندرگاهہ سيراف جو رهندڙ هو. سيراف ۾ هن جي ملاقات مشهور مورخ ۽ سياح مسعوديءَ سان ٿي هئي. هيءُ سيراف کان هندستان ۽ چين جي وچ ۾ بحري ۽ تجارتي سفر ڪندو رهندو هو. هن سليمان تاجر جي سفرنامي جو 25- 30 سالن کان پوءِ تڪملہ لکيو، جنهن ۾ هندستان جي

رسم رواج، تمدن ۽ معاشرت، مذهبي اعتقادات، بت خانن ۽ راجائن جي حالتن وغيره جو ذڪر ڪيو آهي. هن جي معلومات جو بنياد ذاتي هو يا مشرق جو سفر ڪندڙ ٻين سوداگرن جا بيان آهن. هن جو هي تڪلمه به سليمان جي سفر نامه سان گڏ پهريون دفعو پيرس مان سن 1845ع ۾ ڇپيو.

**ابُو شهري:** ڪکڙ جو هڪ قسم. هن قسم جو ڪکڙ قد جو ننڍو، بدن جو هلڪو ۽ سهڻو ٿئي ٿو ۽ عام طرح ڳاڙهي رنگ جو ٿئي ٿو.

**ابُوطالبُ:** حضرت علي عليه السلام جو والد ۽ رسول ڪريم صہ جن جو چاچو. حضرت ابو طالب (85 قبل هجري) 540ع ۾ تولد ٿيو. اصل نالو عمران بن عبدالمطلب هشي. سندس پيءُ عبدالمطلب، قريش قبيلي جي بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو. ابوطالب، عبدالمطلب جي وفات کان پوءِ حضرت رسول ڪريم صہ جن کي پنهنجي تربيت هيٺ آندو ۽ جڏهن نبوت جي دعويٰ کان پوءِ قريشن نبي سڳوري کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون ته پنهنجي خاندان جي سربراهه جي حيثيت سان حضرت ابوطالب نبي ڪريم صہ جي حفاظت ۽ حمايت جو کلم کلا اعلان ڪيو. حضور صلي الله عليه وسلم جي بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله سان نڪاح جي ڳالهه ٻولهه ڪيائين. نڪاح جو خطبو به حضور صلي الله عليه وسلم جن جي چاچي ابو طالب پڙهيو. بعثت کان پوءِ مڪي جي ڪافرن حضور صلي الله عليه وسلم کي جڏهن تنگ ڪيو ته پنهنجي خاندان جي عزت ۽ پنهنجي پياري ڀائٽيي حضور صلعم جي حفاظت ۽ حمايت ۾ ڪمر بسته رهيو. ايستائين جو ڪافرن جي سختين کان تنگ اچي ڪين ٽن سالن تائين هڪ جبل جي لڪ ۾ رهڻو پيو جيڪو شعب ابي طالب جي نالي سان مشهور آهي. پاڻ شاعر ۽ خطيب جي حيثيت ۾ پڻ گهڻو مشهور آهي. حضرت ابوطالب 88 ورهين جي ڄمار ۾ 620ع (هجري سن کان 3 سال قبل) ۾ وفات ڪئي.

**ابو طالب اعوان، قطب شاهي:** ابو طالب اعوان، پنهنجي هٿ سان لکيل بياض ۾ پنهنجو نالو "ابو طالب"، قوم اعوان العلوي قطب شاهي ڄاڻايو آهي. حضرت غوث اعظم سان بيحد عقيدت هيس. هن مولود ۽ مداحون جيون آهن سنڌي ۽ سرائيڪيءَ ۾ ڪلام ڇپايائين. سندس باري ۾ وڌيڪ معلومات ميسر ڪانهي.

**ابو عبدالملڪ محدث سنڌي:** ابو عبدالملڪ محمد، ابو معشر سنڌيءَ جو لائق فرزند هو ۽ پنهنجي زماني جي زبردست عالمن مان هڪ هو. خليفي محمدي انهي کي به مديني مان بغداد آندو. علم حديث مان پيءُ وانگر هي به بهره ور هو. بغداد ۾ ابن ابي ذئب، ابوبڪر هذلي سان سندس ملڻ ثابت آهي. پنهنجي والد جو ڪتاب "المغازي" انهن کان روايت ڪيو اٿائين. سندس شاگردن مان سندس صاحب زاده دائود ۽ حسن ڪائنس روايت ڪن ٿا. ان کان سواءِ ابو حاتم محمد بن ادريس رازي، محمد بن ليث جوهري ۽ ابو يعليٰ موصلي ڪائنس حديثون روايتون ڪيون آهن ۽ ابو حاتم به ان جي تصديق ڪئي آهي. 99 سال جي عمر ۾ 244 هہ 838ع ۾ وفات ڪيائين.

**ابو عطا سنڌي:** سنڌ سان تعلق رکندڙ عربيءَ جو مشهور شاعر ۽ عالم هو جيڪو پنهنجي پيءُ سميت غلام بڻجي عراق پهتو ۽ پنهنجي اعليٰ صلاحيتن، ذوق ۽ حساس طبيعت سبب کيس آزاد ڪيو ويو. هن جو پورو نالو افلح بن سيار هو. عراق ۾ غلاميءَ وارن ڏينهن دوران سندس قيام ڪوفي ۾ هوندو هو. انهيءَ زماني ۾ بنواميه جي حڪومت اوج تي هئي. جڏهن اموين ۽ عباسين وچ ۾ ويڙهه شروع ٿي، ته هن اموين جي حق ۾ ڪيترائي شعر چيا. ۽ انهن جي طرفان لڙاين ۾ به شريڪ ٿيو ۽ جڏهن ان ويڙهه ۾ عباسي ڪامياب ٿي ويا ته هن حالتن کي ڏسندي ڪيترو وقت گمناميءَ ۾ لڪي گذاريو. 158 هہ / 775ع ۾ منصور عباسيءَ جي وفات کان صرف ٿورو عرصو پوءِ ابو عطا جي وفات ٿي. سندس عربي ڪلام جو ديوان 1961ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو.

**ابو علي سنڌي:** ابو علي سنڌي بايزيد بسطاميءَ جو استاد هو. بايزيد بسطاميءَ فرمايو آهي ته "مون ابو عليءَ کان توحيد ۽ فنا جو علم سکيو ۽ ابو عليءَ مون کان "الحمد" ۽ قل هو الله سکندو رهيو". مولانا عبيدالله سنڌيءَ هڪ دفعي فرمايو ته شيخ ابو علي سنڌي نو مسلم ۽ ويدانيت واري فلسفي جو وڏو عالم هو ۽ انهي فلسفي جو بنياد ئي توحيد ۽ فنا ٿيڻ ۾ آهي. شيخ با يزيد بسطامي هن نو مسلم ويدانتيءَ کان توحيد جا حقائق ۽ انهيءَ علم جون باريڪيون دليلن سان سمجهندو هو. ابو علي نو مسلم هجڻ جي ڪري نماز جي ننڍين سورتن جي تعليم وٺندو هو. ڇاڪاڻ جو نو مسلم لاءِ نماز جون ننڍيون سورتون سکڻ تمام ضروري هو. هن مان ظاهر آهي ته اسلامي تصوف ۾ جو وحدت الوجود جي مسئلي جو ميلاپ ٿيو آهي، ان جو بنياد شروع ۾ سنڌ جي نو مسلمانن جي ذريعي پيو آهي. ان کان پوءِ علم يا فلسفو ۽ خدا شناسي سموري دنيا تي صوفياء ڪرام جي ذريعي حاوي ٿيا. شيخ ابو علي سنڌيءَ جي وفات جي تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي.

**ابو محمد سالم سنڌي:** ابو محمد حلف بن سالم، مخاطب به محمود سنڌي، حديث جي حافظن مان هو. کيس سنڌ مان عرب آندو ويو. هو آل مهلب جو غلام رهندو آيو. پوءِ علم جي تحصيل ڪيائين ۽ حديث ۾ نالو پيدا ڪيائين. بغداد جي محلہ محرمي ۾ قيام هيس. جنهنڪري محرميءَ جي نسبت سان مشهور ٿيو. ذهبي جو بيان آهي ته پاڻ سنڌي هو. حلف بن سالم حافظ محمود ابو محمد سنڌي، موالي آل مهلب بغداد جي وڏن حديث جي حافظن مان هو. ابن حجر به کيس "السندي البغدادي الحافظ" لکيو آهي. سندس حديث جي شيخن ۾ هيٺيان محدث آهن. جن کان هن روايتون بيان ڪيون آهن: هشيم بن بشير، يحيٰ بن سعيد، قطان، عبدالرحمان بن مهدي، اسماعيل بن علي، سعد بن ابراهيم بن سعد، يعقوب بن ابراهيم، محسن بن عيسيٰ، ابو نعيم فضل بن وڪيل، محمد بن جعفر، غندر، يزيد بن هارون، وهب بن جرير، عبدالرزاق بن همام ۽ ابن نمير. هيٺيان سندس حامي آهن: اسماعيل بن ابي حارث، حاتم بن ليث، يعقوب بن شيبه، احمد بن ابي خثيمہ، جعفر طيالسي، عباس دوري، يعقوب بن يوسف مطوعي، حسن بن علي معمري، احمد بن حسن بن عبدالجبار صوفي، ابو القاسم بغوي، احمد بن علي آبادو، ثمان دارمي، امام احمد بن حنبل، يحيٰ بن معين، حميد، يعقوب بن شيبه ۽ حمزه ڪناني سندس توثيق ڪئي آهي. امام نسائي هڪ واسطي سان سندس روايت درج ڪئي آهي. نهايت ساده دل هو ۽ مختلف علمن ۾ پوري مهارت رکندو هو. سومر ڏينهن 22 رمضان 231 هہ 69 سالن جي عمر ۾ بغداد ۾ وفات ڪيائين.

**ابو محمد "هالائي" مخدوم:** حضرت ابو محمد ولد مخدوم امين محمد اول ولد مخدوم نوح عليه الرحمت 9 محرم الحرام 980 هہ ۾ پنهنجي بزرگ ڏاڏي جي حياتيءَ ۾ ئي پيدا ٿيو ۽ تصوف جو طريقو پنهنجي والد محترم کان سکيائين. والد جي وفات کان پوءِ سجاده نشينيءَ جا فرض به ادا ڪيائين. سندن علم ۽ فيض مان ڪيترائي فيضياب ٿيا، جن ۾ شيخ هاشم ابن حماد هڪ مشهور بزرگ آهي. مخدوم ابو محمد شريعت جو تمام گهڻو پابند هو. روحانيت ذريعي جيڪي اشارا يا ڳالهيون حاصل ٿينديون هيون انهن تي عمل نه ڪندو هو بلڪ پاڻ هر حالت ۾ شريعت جي ضابطن ۽

اصولن جو خيال رکندو هو ۽ شرعي طريقت تي عمل ڪندو هو. مخدوم صاحب 35 سال، 3 مهينا سجاده نشين رهيو ۽ ستر سال 9 مهينا 29 ڏينهن حياتيءَ جا بسر ڪري 8 ذوالقعد 1050 هه تي وفات ڪئي.

**ابو معشر السندي:** حديث جو مشهور راوي، جنهن جو پورو نالو ابو معشر نجيح بن عبدالرحمان السندي هو. ڪنهن جنگ ۾ گرفتار ڪري آندو ويو. کيس حجاز ۾ ام موسيٰ خريد ڪيو ۽ پوءِ بنو هاشم جي ميراث ۾ آيو. آخرڪار هن مقرر ڪيل رقم ادا ڪري پاڻ کي آزاد ڪرايو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ هن تمام وڏو علمي رتبو حاصل ڪيو. هن حديث ۽ فقه ۽ مغازي ۾ مهارت حاصل ڪئي. حديث سکڻ لاءِ هن وقت جي عالمن کان تمام گهڻو پرايو. پوءِ هن جا به ڪيترائي شاگرد ٿيا. سنڌي هئڻ جي ڪري هن جو لهجو ۽ سندس تلفظ جي ادائگي صحيح نه هئي. کيس ابو معشر السندي' سڏيندا هئا. هو حافظي جو ڪجهه ڪمزور هو. هو خليفي مهديءَ جي ماءُ ام موسيٰ جو غلام رهي چڪو هو ان ڪري کيس 160 هه/ 777ع ڌاري مديني مان عراق آندو ويو. ابو معشر السنديءَ جي جنازي نماز خليفي هارون الرشيد پڙهائي.

**ابو نصر بن عبدالله سنڌي:** ابو نصر فتح بن عبدالله سنڌي آل حاڪم جي غلامن مان هو. جن بعد ۾ کيس آزاد ڪري ڇڏيو. هن مختلف علمن، فقه، ڪلام وغيره ۾ مهارت حاصل ڪئي. فقه جي تحصيل ابو علي ثقفيءَ کان حاصل ڪيائين ۽ حديث جي روايت حسن بن سفيان وغيره کان ڪيائين ۽ "فقيه ۽ متڪلم" جو لقب پاتائين. ديني، علمي، مرتبو اعزو حاصل ڪيائين. جو شاگردن معتقدن جو گروهه هر وقت سندن چوڌاري رهندو هو. کيس پنهنجي سنڌي مسلمان هجڻ تي فخر هو.

**ابو هريره:** مشهور اصحابي. جنهن کان 5375 حديثون روايت ڪيل آهن. سندس پورو نالو عبدالله بن عامر ڄاڻايل آهي. جڏهن ته ڪن ڪتابن ۾ سندس نالو عبد شمس به ڄاڻايل آهي. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ سندس نالو عمير رکيو ويو. جيئن ته هو ٻلين پالڻ جو شوقين هوندو هو ان ڪري "ابو هريره" (ٻلين جو پيءُ) سندس ڪنيت ٿي وئي. خيبر واري جنگ جي موقعي تي سن 7 هه مطابق 629ع ۾ مديني شريف پهچي اسلام قبول ڪيائين. حضرت ابو هريره جيڪي حديثون روايت ڪيون آهن. ان مان 335 متفق عليه آهن. کيس "سلطان الحديث" جو لقب پڻ مليل هو. حضرت عمر فاروق جي خلافت واري دور ۾ ڪجهه وقت بحرين جو گورنر به ٿي رهيو. پر جڏهن حضرت عثمان جي خلافت جو دور آيو ته پاڻ مديني ۾ گوشه نشين ٿي ويو. پاڻ 78 سالن جي ڄمار ۾ 676ع ۾ وفات ڪيائين. کيس جنت البقيع ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**ابيات سنڌي (ڪتاب):** هن ڪتاب ۾ خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جا 84 بيت ڏنل آهن. جيڪو سنڌي ادب ۽ اساسي شاعريءَ جو املهه ذخيرو آهي. خواجه صاحب 1125هه/1713ع ۾ ڄائو ۽ 1188هه/1774ع ۾ وفات ڪيائين. خواجه صاحب جي انهن بيتن جي شرح سندس شاگرد جيد عالم، ميين عبدالرحيم گرهوڙيءَ عربي ٻوليءَ ۾ لکي. ميين عبدالرحيم گرهوڙيءَ اها شرح 1180-1185 هه/1766- 1771ع ڌاري لکي هئي.

خواجه صاحب جا بيت ته سنڌي ٻوليءَ ۾ هئا. پر انهن جي عربي ٻوليءَ ۾ شرح هڪڙي ئي رسالي ۾ 'ابيات سنڌيءَ' جي نالي سان قلمبند ڪئي وئي هئي. جيڪو سڀ کان پهرين 1939ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم عربي عبارت کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو. هن ڪتاب ۾ خواجه صاحب جي بيتن ۾ آيل تصوف جي موضوع تي گرهوڙي صاحب جا صوفيانه نڪتا بيان ڪيل آهن. ڪتاب جي ابتدا ۾ خواجه محمد زمان جي حياتيءَ جو احوال، شاهه لطيف جي خواجه صاحب سان ملاقات، تصوف بابت خواجه صاحب جا ارشادات، اسلامي تصوف تي هڪ باب ۽ شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي سوانح عمري شامل آهن.

هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1956ع ۾ سنڌي ادبي سوسائٽيءَ طرفان ۽ ٽيون ڇاپو 1996ع ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز طرفان ڇاپيو ويو آهي.

**ابيات سنڌي عرف ڳوناٺا بيت (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب حاجي مريد فقير مهيريءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 33 صفحا ڏنل آهن. محمد چمن مهيري تاجر ڪتب ڪوروائي، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو رباني پريس، ميرپورخاص مان 1953ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ابيات مسڪين (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مولا بخش 'مسڪين' جو تصنيف ڪيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 87 آهن. قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون سينٽرل بورڊ آف ڪنٽرول فار سنڌي لٽريچر، ڪراچيءَ وارن رام روٽري پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان 1941ع ۾ ڇپايو.

**اُباوڙو/اوباوڙو:** هيءُ شهر اڳ ۾ سکر ضلعي ۾ هو ۽ هن وقت گهوٽڪي ضلعي ۾ آهي. تعلقي اُباوڙي جو هيڊڪوارٽر به آهي. هيءُ شهر پاڪستان ريلوي جي مين لائين تي آباد آهي. اُباوڙو 5 صديون اڳ جو پراڻو شهر آهي. جيڪو 902 هه/ 1496ع ڌاري شيخ محمد جي وڏن آباد ڪيو. شيخ محمد هن شهر ۾ 960 هه/ 1552ع ۾ هڪ چڱي مسجد پڻ جوڙائي هئي. 'قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' جو مصنف لکي ٿو ته 908 هه/1502ع ۾ مرزا شاهه حسن ارغون جي ڏينهن ۾ اُباوڙي جي پرڳڻي ۾ ڏهر ۽ ماڇي ماڻهن، ماڇيلي ۽ مهر جي ماڻهن کي ڏاڍي تڪليف رسائي. ٺٺڪري مير فاضل ڪوڪلتاش جو ننڍو پٽ، بابا احمد، لشڪر وٺي انهن تي ڪاهي ويو ۽ انهن کي ماري قيد ڪري، گهڻو مال ڦري موٽي آيو. 1172 هه/1759ع ۾ ميان عطرخان ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي وچ ۾ اباوڙي وٽ جنگ لڳي هئي. عطرخان سان احمد شاهه درانيءَ جو لشڪر هو جنهن جا سردار بهادر خان ۽ مقصود هئا. ميان غلام شاهه جي لشڪر جو سردار مير بهرام ٽالپر هو. هن جنگ ۾ بهادرخان مارجي ويو ۽ سندس لشڪر ڀڄي ويو. جڏهن مدد خان، ميان عبدالنبيءَ جي مدد ۾ آيو. تڏهن اباوڙي ۾ وچي منزل ڪيائين.

**ابوجهو، الهه بخش:** سنڌي ٻوليءَ جو مشهور شاعر ۽ سماج سڌارڪ جنهن 1848ع ۾ جنم ورتو. هن جي "مسدس ابوجهو" مولانا حاليءَ جي مشهور "مسدس حالي" جي طرز تي لکيل آهي. جنهن ۾ مسلمانن جي حالت جو نقشو چٽيو اٿس. هن سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليمي، سياسي ۽ سماجي شعور اجاگر ڪرڻ لاءِ گهڻيون ڪوششون ڪيون ۽ سنڌ مدرسة الاسلام جي قيام لاءِ مرحوم حسن علي آفنديءَ سان گڏجي ڪوششون ڪيائين. اُتي فارسيءَ جو استاد به ٿي رهيو. ان زماني ۾ هن هفتيوار "معاون" اخبار به جاري ڪئي. سنڌي ڇوڪرين لاءِ ڪراچيءَ ۾ ڏار انگريزي اسڪول قائم ڪرايائين. الهه بخش ابوجهي نه صرف عام سنڌي مسلمانن لاءِ پر سنڌي نيائين لاءِ تعليم جي ميدان ۾ مثالي خدمتون سرانجام ڏنيون. هي سنڌي ٻوليءَ ۾ قومي شاعريءَ جي باني مان هو. جنهن "مسدس حالي" جي طرز تي سنڌيءَ ۾ "مسدس ابوجهو" لکيو. هن 1901ع ۾ وفات ڪئي. سندس مسدس جو گهڻو حصو مسدس حاليءَ جو ترجمو آهي.

**اپلا پوڪار** (ڪتاب): هي ڪتاب هولارام سهجرام ٺڪر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 19 آهن. پيو ڇاپو، نارائڻداس ماڪيجا، ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپايو هو. ڪتاب نماڻي ناري بابت آهي.

**اپلا جي پڪار** (ڪتاب): هي ڪتاب تيرٿ سنگهه جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 50 ڪن آهن ۽ قيمت 1 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. سڪ ٽرڪٽ سوسائٽي، طرفان نئشنل پريس، ڪراچي، مان 1926ع ۾ ڇپيو.

**اُپر جنڊ، پس پرين** (ڪتاب): سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جي شاعري جو هي مجموعو، نيو فيلڊس پبليڪيشن 1990ع ۾ ڇاپيو آهي. پڪي جلد ۽ اڇي ٻني تي ڇپيل هن 251 صفحن واري ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. هن ڪتاب جو انتساب، شيخ اياز، ايڪيهين صديءَ جي نالي ڪيو آهي ۽ سمورو ڪتاب بيتن ۽ واين تي مشتمل آهي. مهاڳ ۾ شيخ اياز ڄاڻايو آهي ته هي ڪتاب ٽن مهينن ۾ لکيو آهي ۽ موت کي مات ڏني آهي.

**اپرندو تارو:** ڏسو: سکر تارو.

**اپ ساهي:** ساهه جي گهٽجڻ جي هڪ بيماري. سهڪي، دمڪشي. هن بيماريءَ واري ماڻهوءَ جا ڦڦڙ ڪمزور هوندا آهن. جنهن ڪري ساهه کڻي نه سگهندو آهي ۽ نڪي ٺڪڙو هلي سگهندو آهي. چاڙهي چڙهڻ ۾ هن لاءِ عذاب هوندو آهي. دمڪشيءَ ۾ ڦڦڙن ۾ بلغم پرڻي وڃڻ سبب ساهه کڻڻ واريون ناليون اڪيجن ته گهٽنديون آهن. انهيءَ ڪري ساهه کڻڻ ۾ تڪليف ٿيندي آهي.

**اُپو:** سنڌ جو مٿيون يعني اُتريون حصو (سکر ۽ گهوٽڪي ضلعن جو مٿيون پاڱو (بهاولپور سميت). سکر ضلعي جي هيٺيون پاڱي (خيرپور ضلعي سميت) کي لَمُ چوندا آهن.

**اپوڳي ڪانڙو** (راڳڻي): مشر ميل راڳڻي آهي. گنڌار ڪومل اٿس. نکاد ۽ پنجم ورج باقي سرشڌ اٿس. ورڻ ۾ اوڙو- اوڙو آهي.

هن راڳڻي جو خاص سرگم هي آهي: ساري گاما- ڌا گا ما ري - ڌا سا ساري- گاماڌا ما- گا ما ڌاما- گا ما ري ڌا- سا سا ڌا گا- ماري ڌاسا.

هن راڳڻي جي آروهي ڌا سا ري گا ما ڌا ڌا سا ۽ امروهي سا ڌا ما گا ما ري ڌا سا آهي ۽ هن جو وادي سُر گنڌار آهي ۽ سموادي سُر ڌيوت آهي. هيءَ راڳڻي رات جي ٻئي پهر ۾ ڳائبي آهي.

**اتا ترڪ، ڪمال:** جديد ترڪيءَ جو باني ڪمال اتا ترڪ. جنهن ترڪيءَ ۾ سيڪيولر نظام رائج ڪيو ۽ ترڪيءَ جو پهريون صدر به ٿيو. ڪمال اتا ترڪ جو اصلي نالو غازي مصطفيٰ ڪمال هو. هن جي والد جو نالو علي رضا آفندي هو جيڪو ترڪ فوج ۾ هوندو هو ۽ هو 1881ع ۾ ترڪيءَ جي سالونيڪا صوبي ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ به فوج ۾ نوڪري ڪيائين. هن کي شروع کان ملڪ جي سياسي معاملن ۾ دلچسپي هئي. سلطان عبدالحميد جي حڪومت خلاف باغيانه سرگرمين ۾ حصو وٺڻ جي ڪري جيل به ڪاٽيائين. ان کان پوءِ اناطوليا ۾ قوم پرست جماعتن ۽ فوج کي منظم ڪري ملڪ مان پراڻي حڪومتي نظام کي ختم ڪرڻ جو



عزم ڪيائين. فوج ۾ ترقي ڪندو 1916ع ۾ جرنل جي عهدي تي پهتو. پهرين عالمي جنگ جي خاتمي تي ترڪيءَ جي سلطان وحيدالدين، مصطفيٰ ڪمال کي ترقي ڏني. 1920ع ۾ انگورا ۾ ترڪيءَ جي پهرين اسيمبليءَ جو صدر چونڊيو. 1921ع کان 1922ع تائين يونانين کي اناطوليا مان نيڪالي ڏيارڻ تي کيس "غازي پاشا" جو لقب مليو. 1923ع ۾ ترڪيءَ مان عثماني خلافت جي خاتمي جو اعلان ڪيائين ۽ ترڪيءَ ۾ جمهوريت جو اعلان ڪيائين ۽ اتين پاڻ ترڪيءَ جو صدر بڻيو ۽ عصمت پاشا وزيراعظم. 1934ع ۾ ترڪ قوم کيس اتاترڪ جو لقب ڏنو جنهن جي معنيٰ آهي "ترڪ قوم جو ابو" هن جي دور حڪومت ۾ هن ترڪي ٻوليءَ کي عربي رسم الخط جي جاءِ تي رومن رسم الخط ڏني. قرآن شريف کي پڻ عربي ٻوليءَ بدران ترڪيءَ ۾ رائج ڪيائين. نماز ۾ خطبو به عربيءَ بدران ترڪيءَ ۾ ڏيڻ جو حڪم ڪيائين. هجري سن بدران عيسوي سن رائج ڪيائين. اتين هن ترڪي قوم پرستيءَ کي رواج ۾ آندو. ڪمال اتا ترڪ 1938ع ۾ وفات ڪئي.

**اپيري** (راڳڻي): آساوري ٺاٺ جي اوڊو سمپورڻ راڳڻي جنهن جي آروهيءَ ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن امروهي سمپورڻ اٿس- هن راڳ جي شڪل پيم پلاسي سان گهڻو ملندڙ آهي پر پيم پلاسي ۾ ڌيوت تيور آهي- اپيري ۾ ڪومل

هن راڳڻي جي آروهي: سا گا ما پا نا سا ۽ امروهي: سا نا ڌا پا ما گا ري سا آهي. جڏهن ته وادي سُر مڌم ۽ سموادي نکاد. جڏهن ته ڳائڻ جو وقت منجهند آهي.

**اتحاد** (ڪتاب): هي نامور ليکڪا گُلي سدارنگاڻيءَ جو لکيل ناول آهي. جنهن جو موضوع 'هندو مسلم ايڪتا' آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 142 آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. هندستان پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان 1941ع ۾ هن خود ڇپايو هو.

**اتحاد ناد** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪنهيالال جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 36 آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. مهاڳ ساڌو منڌل طرفان ڪتاب جو پهريون ڇاپو، پرماتما پرنٽنگ پريس، سکر مان 1941ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو.

**اتر:** چئن طرفن مان هڪ طرف يا ڏسا: اوڀر، اولهه، اتر ۽ ڏکڻ - هي اهو طرف آهي جنهن ڏانهن قطب نما جي سُئي هميشه منهن ڪندي آهي جنهن جي ذريعي بحري جهاز ۽ هوائي جهاز طرفن جو اندازو ڪندا آهن اتر ڏانهن منهن ڪرڻ سان ساڄي هٿ تي اوڀر ۽ کاٻي هٿ تي اولهه جو طرف ايندو ۽ پٺيان پاسي ڏکڻ جو طرف هوندو آهي.

**اُترَ (اتر جو واءُ):** سنڌ ۾ اُتر طرف جو واءُ سياري ۾ لڳندو آهي ۽ سيءَ کي آڻيندو آهي. (جنهن ۾ پيڙيانا پيڙا هاڪاري سفر تي اُسهندا آهن). ساوڻيءَ جو مينهن پڻ سنڌ ۾ اُتر- اوڀر کان ايندو آهي. ٿڌڙي ٿڌڙي ۽ ماڻهن سڀ کي اُتر جي مينهن جي اُڪنڊ هوندي آهي.

"ڳڻي اُتر واءُ نه ڪينجهر هندورو ٿئي" (شاهه)

شاهه جي ڪن چاڻن جي راءِ آهي ته اُتر واءُ جي اها معنيٰ نه آهي. پر اُتر معنيٰ 'سوايو واءُ' آهي. جو نه سوايي واءُ سان ڪينجهر ۾ لهرون پيدا ٿين ٿيون. ان جي شاهديءَ شاهه جو هيٺيون بيت ڏنو وڃي ٿو:

هيٺ جي، مٿي مچ، ڪنڌيءَ ڪونڌر ترن.
ورڻي واهوندن، ڪينجهر هندورو ٿئي

واهوندا، ڏکڻ اولهه جا واءُ سوايا واءُ هوندا آهن.

**اترادي ٻولي** (ڪتاب): سنڌ جي اترواري علائقي جي حصن ۾ مروج خاص لهجي جي چند چاڻ ۽ اڀياس تي مشتمل 'اترادي ٻولي' ڪتاب جو پهريون ڇاپو مارچ 1995ع ۾ سنڌي ٻوليءَ اٿارٽي شايع ڪيو هو: ڪتاب لسانيات جي موضوع تي ڊاڪٽر هدايت پريم جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جي اترادي لهجي جو تعارف ڪرايو آهي. هن صاحب اترادي لهجي جي صوتيات، صرفيات، نحويات ۽ انهيءَ لهجي تي ٻين پاڙيسري ٻولين بلوچيءَ ۽ براهوئيءَ وغيره جا اثر ڏيکاريا آهن ۽ پڻ اترادي لهجي جا پهاڪا، چوڻيون ۽ اصطلاح بيان ڪيا آهن.

اترادي ٻولي





**اتراڻي**: بلوچن جو هڪ قبيلو سکر ضلعي ۾ هڪ ذات جو نالو.

**اتر قطب**: ڌرتيءَ جي گولي جي هڪ انتها. ان جي ٻي انتها ڏکڻ قطب هوندي آهي. انهن ٻنهي انتهائن تي موسم انتهائي سرد هوندي آهي ۽ ڇهن مهينن جو ڏينهن ۽ ڇهن مهينن جي رات ٿيندي آهي. ڌرتي پنهنجي محور جي چوگرد گردش ڪندي آهي اهي انهيءَ محور جون ٻه ڇيڙيون هونديون آهن. مٿين ڇيڙيءَ کي اتر قطب (North Pole) ۽ هيٺين ڇيڙيءَ کي ڏکڻ طرف (South Pole) چوندا آهن. خط استوا کان ٻري هٽڻ ڪري اتي بارنهن ئي مهينا برف جميل هوندي آهي.

**اتر اولهه وارا علائقا**: ڏسو 'سکر بئراج'.

**اتر وارا علائقا**: پاڪستان ۾ هي بلتستان ۽ گلگت تي مشتمل آهن جن جي پکيڙ 27 هزار ڪلوميٽر ۽ آبادي تقريبا 12-13 لک ماڻهن تي مشتمل آهي. حڪومت انهن علائقن کي پنجن ضلعن گلگت، دايا ميں، غذر، اسڪردو ۽ گانچي ۾ ورهايو آهي. شاهراهه ريشم جي تعمير کان پوءِ انهن علائقن جي اهميت اڃا به وڌي وئي آهي. اهي علائقا 1975ع ۾ پاڪستان ۾ شامل ڪيا ويا. معدنيات جي حوالي سان هنزا جي علائقي مان ياقوت جي کيڻ وارو کم هلندڙ آهي.

**اتم، اِي، جي**: اي جي اتم سنڌي ٻولي ۽ ادب جو ناميارو نالو آهي هي سنڌ جي ترقي پسند اديبن جي پهرين صف ۾ شمار ٿئي ٿو سندس اصل نالو آسن ڇيتانند اتمچنداڻي هو هن جو جنم 16 ڊسمبر 1923ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو هن ايم. اي (بمبئي يونيورسٽيءَ) مان ڪئي. هي هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، مقالا نگار، مترجم، صحافي، دانشور، نقاد ۽ محقق رهيو ۽ سنڌي ادب ۾ مارڪسي فڪر جو وڏو پرچارڪ ۽ نقيب هو.



ڀاڱي هندوستان ۾ سنڌي ٻولي، تهذيب ۽ سنڌيت جو وڏو پرچارڪ رهيو ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي ۽ اتم کي سنڌي ترقي پسند اديبن جي اها ٽموراتي سڏيو ويندو آهي. جن ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ کي هندوستان ۾ زنده رکڻ لاءِ هڪ منظم تحريڪ هلائي ۽ سندن ئي ڪوشش سان سنڌي ٻولي هندستان جي آئين جي اٺين شيڊيول ۾ سرڪاري ۽ قومي زبان تسليم ڪئي وئي. اي. جي. اتم 42-1941ع ڌاري هڪ ئي وقت ادب ۽ ترقي پسند فڪر جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪيو. "نئين دنيا ڪتاب گهر" قائم ڪري جديد ترقي پسند ادب کي ڇپڻ شروع ڪيو ۽ اهو سلسلو ورهاڱي کان پوءِ به جاري رکيائين هن 40 سالن تائين نه رڳو لڳاتار "نئين دنيا" رسالو هلايو پر نئين دنيا پبليشرز ممبئيءَ پاران ڪيئي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا. هن 50 کان وڌيڪ اديبن کي متعارف ڪرايو. هي پهريون اديب هو جنهن ادبي لکڻين تي نه رڳو معاوضو ڏنو پر اوارڊ به ڏنا. هن جي ڪيترن ڇپيل ڪتابن کي هند سرڪار جي ساهتيه اڪيڊمي ۽ ٻين ادارن ايوارڊ ڏنا آهن. اتم گڏيل هندوستان واري دور ۾ آزاديءَ جي هلچل دوران جيل به ڪاٽيو هو سوڀو گيانچنداڻي، حشو ڪيولراماڻي، سائين جي. ايم. سيد، ڪرشن کٽواڻيءَ ۽ ٻين جو ساٿي رهيو.

ڪهاڻيون، ترجما، مضمون نگاري، مقالا نگاري، تنقيد، سفرناما، شخصيتي خاڪا، هن جا پسنديده موضوع رهيا آهن. هن دنيا جا شاهڪار ناول ۽ ڪهاڻيون نه رڳو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون، پر انهن جا ڪتاب به ڇپرايا. اتم جي ادبي پورهئي ۾ هيٺيان ڪتاب اچي وڃن ٿا.

(1). سرحد جو گانڌي (شخصيت: 1945ع)، (2) وجي لڪشمي پنڊت (شخصيت: 1946ع)، (3). نئون چين (1952ع)، (4). تنگور (هڪ جهلڪ: 1961ع)، (5). ڀارت روس دوستي (1965ع)، (6). ڀارت جو دوست لينن (1970ع)، (7). ڪشمڪش (ڪهاڻيون: 1971)، (8). ساهت ۽ ساهتڪار (1974ع)، (9). سنڌي ڪهاڻي (ناٽڪ ۽ تنقيد: 1981ع)، (10). ساهتڪ پرک (تنقيد: 1997ع)، (11). هُو جهان، هي مَن (ڪهاڻيون: 1991ع)، (12). شاهه، سچل، سامي (اڀياس)، (13). ليکراج عزيز (شخصيت ۽ فن: 1985)، (14). منگهارام ملڪاڻي (شخصيت ۽ فن 1985ع)، (15). ڪلياڻ آڏواڻي (شخصيت ۽ فن)، (16). انسان جو نصيب (شولو خوف جي ناول جو ترجمو 1965ع)، (17). پيار ۽ واسنا (ٽالسٽاءِ جي ناول جو ترجمو 1962ع)، (18). سوويت سرگ (سفر نامو 1954ع)، (19). سجاڳ سنڌ (تنقيد ۽ تحقيق: 1984ع)، (20). منهنجا مارو ڪٿي؟ (ڪهاڻيون)، (21) جٿي سنڌي- جٿي بنگلا (ڪهاڻيون، شعر ۽ مضمون)، (22). ڪلفي ۽ ٻيون ڪهاڻيون (شيخ اياز نمبر)، (23). سنڌي ساهت (1971ع)، (24). چويهه ماڻهو ۽ هڪ ڇوڪري (گورڪيءَ جون ڪهاڻيون 1969ع)، (25). روپ بهروپ (خواجه احمد عباس جي ناول جو ترجمو 1979ع)، (26). ڪيدار ناٿ ٻٽلا (امرت راءِ پريم جو ناول 1957ع).

اي. جي. اتم سوويت لئينڊ نهرو امن اوارڊ (1965ع ۽ 1972ع) اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا ادبي اوارڊ (1991ع)، پريم درشتي ادبي اوارڊ (1991ع) ۽ ادبي خدمتن تي ڊاڪٽر سدا رنگاڻي گولڊ ميڊل (1994ع) ۽ ٻيا اوارڊ حاصل ڪيا.

اي. جي. اتم کي اهو اعزاز حاصل آهي ته هن 1973ع ۾ روس ۾ "ورلڊ رائيٽرس ڪانفرنس" ۾ شرڪت ڪئي "هي "سنڌي سنسار"، "سنڌي سماچار"، اخبارن، "سنڌو آواز" هفتيوار اخبار ۽ "نئين دنيا" ادبي ماهوار مئگزين جو ايڊيٽر رهيو هن سنڌي ادبي سنگت کي ممبئيءَ ۾ "سنڌي ساهت منڊل" جي نالي سان منظم ڪيو ۽ ڪيترن سالن تائين "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت" جو سيڪريٽري رهيو هن 3 جنوري 2005ع تي ممبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو سندس وفات تي سنڌ ۽ هند ۾ ڪيترا تعزيتي ميڙ ڪوٺايا ويا.

**اُتمچندالي، سندري:** سنڌ ۽ هند جي اوچي معيار ۽ پد جي ليکڪائن ۾ سندري اتمچندالي، جو نالو ڳڻيو وڃي ٿو. سندس پورو نالو سندري آسنداس اُتمچندالي آهي. هن 28 سيپٽمبر 1924ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. هوءَ رڳو ناماياري ليکڪا، ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ ناٽڪ ڪار آهي، پر شاعر پڻ آهي. هوءَ ريڊيو، ٽي وي ۽ اسٽيج آرٽسٽ به رهي آهي. گذريل سائيڪڙو سالن کان ادب جي ميدان ۾ سرگرم آهي. نامور دانشور ۽ اديب اي. جي. اُتم جي گهرواري آهي. هن پرائمري تعليم شو ڦيرام چانديومل ميونسپل اسڪول حيدرآباد مان ورتي ۽



مئٽرڪ ٽولارام گرلس هاءِ اسڪول مان 18 ورهين جي ڄمار ۾. 1942ع ۾ ڪيائين. ڌهين هئڻ ڪري بنارس هندو يونيورسٽيءَ جي هاسٽل ۾ رهي، اتان انٽر سائنس ڪيائين. پر ڪراچيءَ جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا نه ملڻ ڪري، پڙهائي اڌ ۾ ڇڏيائين. ڪجهه مهينن بعد سندس مڱڻو اي. جي. اتم سان ٿيو. جنهن کيس پڙهڻ لاءِ همٿايو پر انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ ميڊيڪل ڪاليج نه هو. ان ڪري لاچار پڙهائي جاري رکڻ لاءِ ساڌو واسواڻيءَ جي ميران ڪاليج جي آرٽس فئڪلٽيءَ ۾ داخلا ورتائين. ان ريت هن بنارس يونيورسٽيءَ مان بي. اي جو امتحان 1949ع ۾ پاس ڪيو. ورهاڱي بعد ڪيترن سالن پڄاڻان ايس اين ڊي ٽي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ۽ انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. اسڪولي جيون ۾ پنهنجي استاد جمنا لکاڻيءَ جو اثر قبوليائين ۽ ماستريائي بڻجڻ جو شوق جاڳيس. تعليمي ايپاس پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه وقت لئبريرين طور ۽ ڪجهه وقت ماستريائيءَ طور خدمت سرانجام ڏنائين. هن آفيس ۾ ڪلارڪي به ڪئي ۽ بمبئيءَ جي ڪي. جي. کلناڻي ڪاليج مان ليڪچرر طور رٽائر ڪيائين.

سندريءَ کي ننڍي هوندي کان ڪتابن سان گهري دلچسپي هئي. ڀارت ۽ يورپ جي ڪن اديبن جو مٿس اثر پيو. ڪراچيءَ ۾ عورتن جي مخزن "ساٿي" جي ڪجهه وقت ايڊيٽر رهي ۽ ان دوران هڪ روسي ڪهاڻي ترجمو ڪري، ان مخزن ۾ ڇپايائين. هن کي اتئين ئي ادبي ماحول مليو. ترقي پسند ويچارن ڏانهن مائل ٿي. سندس پهرين تحرير "منهنجي ڏيهه" هئي، جيڪا 1946-47ع ڌاري "ساٿي" مخزن ۾ شايع ٿيو.

1949ع ۾ بمبئيءَ ۾ سنڌي ساهت منڊل (سنڌي ادبي سنگت) برپا ٿي ته ان جي هفتيوار ڪلاسن ۾ شرڪت ڪيائين. هن ٻاهرئين ادب مان ڪيترين ڪهاڻين ترجمو ڪيون ۽ طبعزاد ڪهاڻيون به لکڻ شروع ڪيائين. اُتم جي رسالي "نئين دنيا" کان سواءِ هندو واسي، مارئي، سنگيتا، هلچل، الڪا ۽ ٻين رسالن ۾ سندس لکڻيون ۽ ڪهاڻيون ڇپيون ۽ آهستي آهستي مقبوليت حاصل ڪيائين. ڪاليداس، ٽئگور، شرت چندر، پريمچند، يشپال، شيڪسپيئر، هيوگو، مئڪسم گورڪي، ٽالسٽاءِ، ٿامس هارڊي ۽ او هينري ۽ ٻين ليکڪن جو مٿس گهرو اثر پيو.

سندس ڪهاڻيون، ناول، مضمون، ناٽڪ، جيوني، سفرنامي جي صنفن لکڻ سان گڏ شاعري ڪئي. سندس ڪهاڻين جا هيٺيان مجموعا ڇپيل آهن.

(1). "اڇا وار ڳاڙها ڳل" (1965ع)، (2). "اُو جنين جي ذات" (1970ع)، (3). "پوري" (1979ع)، (4). بندڻ " (1982ع)، (5). "وجهوڙو" (1985ع)، (6). "پگانتر" (1989ع)، (7). ڪيڙيل ڌرتي" (1992ع)، (8). "مرڪ ٿي منع" (1992ع)، (9). "آتم وشواس" (1999ع)، (10). "تخريليون" (2001ع).

سندس ٻه اهم ناول (1). ڪرندڙ ديوارون (1953ع) ۽ (2). پريت پراڻي ريت نرالي (1986ع) ڇپيل آهن. جن کيس وڏي مقبوليت ڏني. هن اصلوڪا ناول لکڻ سان گڏ ڪجهه ناول ترجمو به ڪيا. جهڙوڪ: قتل ساز (مئڪسم گورڪي: 1956ع)، پياسي ڌرتي، پياسي دلڙيون (ڪرشنچندر: 1956ع)، هڪ سئي سڙ سور (امرتا پريتم) ۽ ملايالم ٻوليءَ جي ليکڪ تڪشي شنڪر جو ناول جو ترجمو: "ساگر جي سنتان".

سندريءَ جي مضمونن جو گڏ "ڀارت روس ٻه ڀائر ڀيلي" (1975ع) ۾ ڇپيو. سندس ناٽڪن "ڪملهه مالڪن جو واپار" ۽ "ساهيڙي" وڏي مڃتا ماڻي. سندس ناٽڪن جو ڪتاب "سنگو" 2000ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ سندس ڏهه ناٽڪ آهن.

سندريءَ شاعري به ڪئي آهي ۽ منظوم ترجما به ڪيا آهن. 95 روسي شاعرن جي ترجمو ڪيل شاعري "امن سنڌي پيو" (1965ع) نالي سان شايع ٿي، جنهن تي کيس 1966ع ۾ سوويت لئنڊ نهرو انعام ۽ ڏهه هزار رپيا مليا. سندس طبعزاد شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "هڳاءُ" (جولاءِ 1993ع) ۽ "ڏات ٻڌي لات" (مارچ: 2004ع) ڇپيل آهن. جن ۾ سندس آزاد ۽ پابند شاعري شامل آهي. هن جو مارڪسوادي ويچار ڌارا هيٺ روسي ادب مان چونڊ ادب "شولو خوف جي جهلڪ" عنوان سان 1975ع ۾ ڇپيو. ان کان سواءِ ليونڊ بريز نيف جون يادگيريون، ٽن ڪتابڙن جي صورت ۾ ترجمو ڪري ڇپايائين. "ملايارسليا" (1978ع)، "نئون جنم" (1978ع) ۽ "ڪنواري ڌرتي" (1979ع). هن ڪتاب تي کيس ٻيو ڀيرو سوويت لئنڊ نهرو اوارڊ (1979ع) ۽ گڏوگڏ 14 ڏينهن جو روس جو مهماني دورو نصيب ٿيو. ان دوري بعد هن "نئين سيپنا جو درشن" (1980ع) عنوان سان روس جو سفرنامو ڇپايو. کيس ڪهاڻي چٽاڀيٽي ۾ 1952ع ۾ "ممتا" ڪهاڻي لاءِ، 1954ع ۾ "ڪوشان" ڪهاڻي لاءِ ۽ مکيه ڪهاڻيڪارن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ 1960ع ۾ "وجهوڙو" ڪهاڻي تي 1981ع ۾ "پوري" ڪهاڻي، ڪتاب تي ڀارت سرڪار جي تعليم کاتي پاران انعام مليل آهن. "وجهوڙو" ڪتاب ساهت اڪادمي (ڏهه هزار رپيا) انعام، 1985ع ۾ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا ممبئيءَ پاران (ڏهه هزار رپيا) انعام، سنڌي پنچائت فيڊريشن پاران انعام (1985ع) ۾ مرڪزي ساهتيه اڪادمي پاران "گوڙو پراسڪار" انعام (هڪ لک رپيا روڪ) مليو. هن وقت سندري اُتمچنداڻي ماهيم بمبئيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**اُتمچندالي نک (ککا):** هي خدا آبادي پائيند آهن ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ اُتمچند چتي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "اُتمچندالي" سڏائيندا آهن. حيدرآباد ۾ سندن گهر اصل ڪيانتي ٽنڊي طرف دلوالي گهٽيءَ ۾ هوندا هئا. پوءِ سوڙهه سبب منجهائن ڪي اتي پٺي هنڌ رهي ويا. سيٺ اتمچند جو حيدرآباد جي ميرن سان چڱو رستو هوندو هو. انگريزن جي صاحبي شروع ٿي ته ان وقت به ناڻو ناموس ڪهڻو هوس. سيٺ اُتمچند حيدرآباد ۾ ڪجهه وقت ميونسپل ڪائونسلر به رهيو.

سيٺ اُتمچند کي چار پٽ هئا. چتراءِ، رامچند، اوڌوداس ۽ ٿهڪداس. پاڻي چتراءِ جي پوٽن جا ڪارخانا ويسٽ آفريڪا، جبرالٽر ۽ ٻين هنڌ آهن ۽ "جي ٽي چتراءِ اُتمچند" جي نالي سان مشهور آهن. پاڻي اوڌوداس جو پوٽو پاڻي ٿهلرام آسومل سنڌوورڪي آهي. سندس ڪارخانا اڳي نيويارڪ (آمريڪا) ۽ مالٽا ۾ هئا ۽ هاڻي فقط هندستان ۾ بمبئي، ڪلڪتي، لاهور، دهليءَ ۽ ٻين

هنڌ آهن. حيدرآباد جي پائيبندن مان اُتمچنداڻي، ساگراڻي، مهتاڻي ۽ ڀاٽيراماڻي شهر جا مکيه پاڙا ڪري ليکبا هئا.

**اُتم ديارام هنگوراڻي:** اُتم ديارام هنگوراڻي 12 جون 1923ع تي پرين (ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ڄائو. سنڌي ۽ انگريزي ٻولين جو وڏو ماهر هو. سنڌيءَ ۾ ٽيهارو سالن کان وٺي ڊراما لکندو رهيو آهي. سندس ڊراما سنڌي زبان ۽ ادب جا شاهڪار آهن. ورهاڱي کان پوءِ سندس رهائش ڀارت جي شهر احمد آباد ۾ هئي.

**اُتم سنگهه نڪ (چوڙا):** هي اصل حيدرآباد جي لالواڻي ديوانن جا سنڌرت ليکيا هئا ۽ پاڻ کي سڏائيندا ئي لالواڻي هئا، بلڪ گهر به لالواڻي گهٽيءَ ۾ هوندا هئن. نڪ به ساڳي لالواڻين واري اٿن. 1915ع ڌاري معلوم ٿيو ته لالواڻين جي شجري ۾ سندن آکهه جو نالو به ڪونهي ۽ سندن پيڙهي ٻين لالواڻين سان لڳيشي نه ٿي. انهيءَ وقت کان هو پنهنجي پڻا ديوان اُتم سنگهه جي نالي پٺيان پاڻ کي سڏائڻ لڳا.

ديوان اُتم سنگهه کي ٽي پٽ هئا، ماستر عيدن مل، ديوان وزير مل سب جج، ماستر ڪشنچند ۽ ٻيا. سندن اولاد به پاڻ کي "اُتم سنگهه" سڏائيندو اچي ساڳيءَ ريت ديوان روچيرام جي آکهه وارا پاڻ کي لالواڻي سڏائيندا هئا. انهن جي پيڙهي به لالواڻين جي وڏي ڏاڏي لالچند تائين پڪجي نه ٿي سگهي، تنهن ڪري هو پاڻ کي "گرڌاري ملاڻي" سڏائين ٿا.

**اتوتي:** هڪ ٻٽي مثان چاول ٻار، جيڪي پاڻ ۾ پاءُ پيڻ هجن يا ٻٽي پائر هجن يا ٻٽي پيڻون هجن ۽ سڏائين هڪ ٻٽي سان پيا وڙهن. تن کي اتوتي 'چئبو آهي.

**اتهاس جا آواز** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ دنيا جي ڪجهه فلسفين ۽ ڏاهن جون چونڊ تقريرون، انٽرويو، خط ۽ ڪهاڻيون ڏنل آهن. جيڪي انعام شيخ سهيڙي ترجمو ڪيون آهن. ڪتاب جي ڇاپي وغيره جو تفصيل هيٺين طرح آهي:

ڇاپو پهريون، آڪٽوبر 1997ع. ڪمپوزنگ، آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي. ڇپائيندڙ سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي. اسڪيچ: حفيظ قاسماڻي ۽ ملهه هڪ سؤ ٽيهه روپيا. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي.

**اَٿر وِيد:** هندن جي چئن ويدن مان آخري يعني چوٿون ويد. اڳاٽي ۾ اڳاٽو رگ ويد. اُن بعد يجر ويد ۽ سام ويد. هندن جا اهم مذهبي گرنٿ آهن جڏهن ته چوٿون نمبر اٿر ويد پوئين دور جو ويد آهي. جنهن ۾ ٽوٽڪا ٽيڻا ۽ منتر شامل آهن.

**اٽڪ:** ضلعي ڪيمبلپور جو نئون نالو جيڪو 1978ع ۾ رکيو ويو هو. پنجاب جي اترئين حصي جو هڪ نهايت اهم هنڌ آهي. جتي سنڌو درياهه ۽



ڪابل درياهه ڪنڌيالي ماڳ وٽ اچي گڏجن ٿا ۽ ٻن رنگن جو ڌار ڌار پاڻي وهندو نظر اچي ٿو.

هتي 1581ع ۾ شهنشاهه اڪبر هڪ مضبوط قلعو ٺهرايو هو جيڪو اڃا تائين موجود آهي. اڳ ۾ سنڌو درياهه کي هن گهيڙ وٽان پار ڪيو ويندو هو. هتي ٻيڙين جي پل هوندي هئي. هيءُ ماڳ هن وقت به تاريخي حيثيت رکي ٿو. هن جڳهه کي 'دارالهند' به چوندا هئا. ۾ پوءِ اٽڪ ٿي عام لنگهه ٿي ويو. جنهن جي لفظي معنيٰ آهي 'ريڊڪ يا رنڊڪ' سنڌوءَ جو وهڪرو افغانستان کان ايندڙ لشڪرين 'آڏو قدرتي ۽ مستقل 'اٽڪ' بڻجي ٿو ان ڪري ئي سبب کان هتي مستقل فوجي ڇانوڻي ٺهي جنهن جي چوڌاري هوريان هوريان شهر آباد ٿي ويو هتي درياهه تي هڪ نهايت مضبوط لوهي ريلوي پل آهي. هن شهر ۾ ٻاجهريءَ ۽ ڪڻڪ جي زرعي منڊي آهي. هتي هيلي ڪاپٽر ۽ ٻراج جهازن جي مرمت وغيره جو اڏو پڻ آهي. جيڪو 1978ع ۾ قائم ٿيو هو.

**اَٽل مل 'بيمار':** ديوان اَٽل مل ڀاٽولي پٽ رنگل مل، 'پير جي ڳوٺ' تعلقي خيرپور جو رهاڪو هو 1940ع ڌاري وفات ڪري ويو ان وقت سندس عمر 65 سال هئي. پاڻ سنڌي ٻوليءَ جو ڪافي گو شاعر هو سندس تخلص 'بيمار' هو.

**اُٽنگڻ:** هڪ قسم جو ٻوٽو. حڪيمن موجب گرم خشڪ اثر اٿس. آنڊن ۽ معدي کي نقصان رسائي ٿو. هي اِسبغول جي ٻج جهڙو ٻج آهي. ڏکڻ ڪارو، چيٽرو ۽ ڳاڙهاڻ مائل ٿيندو آهي. حڪيمن جي چوڻ موجب ڪيترين بيمارين ۾ فائدو پهچائي ٿو پيشاب کي جاري ڪري ٿو ڪم طاقتيءَ کي هٽائي ۽ نسن ۾ سختي آڻي ٿو.

**اَٽو:** پيٺل اناج کي 'اٽو' چئبو آهي. اناج جي سمورين جنسن جو اٽو ٺهندو آهي. عام طرح ان جي ماني پچي ٿي ۽ اهو خوراڪ طور استعمال ٿئي ٿو. سڀني اٽن ۾ پنهنجي پنهنجي خاصيت هوندي آهي.

سنڌ جي لاڙ واري خطي ۾ ڳاڙهن چانورن جي اٽي جي ماني شوق سان کاڌي ويندي آهي. جيڪا نهايت لذيذ ٿيندي آهي. پيٺل ڪڻڪ جي اٽي مان چاڻ ڪڍي، باقي بچيل اٽي کي 'ميدو' چئبو آهي.

عام ماني گهڻو ڪري ڪڻڪ جي اٽي يا ميدي مان ٺهندي آهي. ڪڻڪ جو اٽو گهڻو ڪري آمريڪا، ڪئناڊا، اولهه يورپ، پاڪستان ۽ هندستان ۾ ٿيندو آهي.

جوئر ۽ ٻاجهريءَ جو اٽو به پاڪستان ۽ هندستان جا ماڻهو ڪم آڻيندا آهن ڪن علائقن ۾ چانورن، مڪائيءَ، چڻن، مٽرن ۽ مڱن جو اٽو به تيار ڪندا آهن. جيڪو ٻين کاڌن ۾ ڪم ايندو آهي.

ڪڻڪ جو اٽو بدن کي قوت ڏيندڙ ۽ رت پيدا ڪندڙ آهي. ان اٽي مان نشاستو به ٺهندو آهي. گهريلو ٽوٽڪو آهي ته اٽي کي پاڻيءَ ۾ رڌي، ڦيري ڳاهي، ڪنهن سخت ڦوڙهي ۽ سور واريءَ جاءِ تي ٻڌجي ته ان کي نرم ڪري ڦاڙي، ڇُٽائي ٿو. اُن جو توسو (ڪُتر ۽ ٺهيا) ڪوسو ڪري سوڄ واريءَ جاءِ تي ٽاڪور ڪجي ته مفيد آهي.

**اِٽي:** ڪاٺيءَ جي گهڙيل ڏڪي، جيڪا ٽِي- ڏڪر' راند ۾ ڪم ايندي آهي. ٿهراڙيءَ ۾ ڊراڙ پنهوار، ڇت ۽ ڏس مان تند ناهڻ لاءِ به اِٽي استعمال ڪندا آهن. هن طرح جو ڏڪيءَ جي وچ تي تند کي ڳنڍ ڏيئي ڇت يا ڏس مان ٿوري ٿوري تند ناهي، وٽ ڏيئي، ڳليءَ تي ويڙهيندا ويندا آهن.

**اِٽي ڏڪَرَ:** مشهور ٻاراڻي راند. جيڪا ٻار کيڏن. بعضي وڏا به اِٽي- ڏڪر راند کن ۽ ٽوليون ناهي مئچون ٻڌن. نهايت دلچسپ راند آهي. اِٽي ۽ ڏڪر ڪاٺ مان گهڙايل ٿين ٿا. اِٽي چئن کان ڇهن انچن جي ۽ ڏڪر لڳ ڀڳ ٽرنٽ

جيترو مضبوط ڏنڊو هوندو آهي. اڳ وٺندڙ رانديگر پنهنجي واري، تي اٿيءَ کي گل مٿان پاسيرو رکي. ان جي هيٺان ڏنڊو کپائي زور سان پري ڌاڻين اڇلائيندو آهي. مخالف رانديگر لعا اٿي جهپي رانديگر کي اڳ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جهپي نه سگهڻ جي صورت ۾ رانديگر گل جي مٿان ڏڪر رکندو ۽ مخالف رانديگر ان جاءِ تان اٿيءَ سان ڏڪر کي ڇُهي رانديگر کي آئوٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. ان ۾ به ناڪام ٿيڻ کان پوءِ رانديگر ڏڪر سان ڏڪيءَ جي پاسن تي ڌڪ هڻي ان کي هوا ۾ مٿي ڪُڏائيندو ۽ پوءِ ان کي زمين تي ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي ڏڪر سان زوردار ڌڪ هڻي ڪنهن پاسي پري اڇلائڻ جي ڪوشش ڪندو. مخالف رانديگر هڪ ڀيرو وري ان کي جهپڻ جي ڪوشش ڪندا. ناڪام ٿيڻ جي صورت ۾ رانديگر گل کان اٿيءَ ڌاڻين جو فاصلو ڏڪر سان ماپيندو ۽ اوترين پوائنٽون اسڪور ڪندو اهڙيءَ طرح هي رانديگر اڳ وٺندو ويندو جيستائين وجي آئوٽ ٿئي. ڏڪر ماپڻ مهل ڳڻپ هن ريت ڪندا اِڪت، ٻِڪت، لان، ٿون، نار، آر، وِٺي، جگ (يا يَڪو) اهي غالبا دراوڙي عدد آهن. اٽي ڏڪر کيڏڻ جا ڪافي نمونا آهن جن مان هڪ گول دائري اندر بيهي ٻاهران اڇلايل اٽيءَ کي ڏڪر سان ڌڪ هڻي پري موٽائڻ آهي.

**اُٺ** Camel Dromedery/Camels Dromedarious: دنيا ۾ اُٺ جي ڪٽنب جون ڪُل چار جنسون آهن جن ۾ ڏکڻ آمريڪي وڪونا Vicuna ڪل ڊيگهه 1.5 (5 فٽ)، لاما Guanaco ڪل ڊيگهه هڪ کان 2.1 ميٽر (3 کان 7 فٽ) ٿئي ٿي. انهن جنسن



کي ٿوها ڪوهه ٿين البت باختري اشتر (Camelus Bactrainus) کي ٻه ٿوها آهن هن وقت هي دنيا جو واحد اُٺ آهي جيڪو اڃا به جهنگلي ماحول ۾ ملي ٿو. ٻن ٿوهن وارو اُٺ سڀ کان پهرين 3500 سال اڳ پالتو ٿيو ۽ اڃا به ڪي باختري اُٺ جهنگلي آهن ان کان سواءِ باقي سڀ جنسون پالتو ٿي چڪيون آهن هڪ ٿوهي اُٺ Camel Dromedarius هندستان ۾ راجستان جي صحرا کان وٺي سنڌ، بلوچستان، ايران، عرب دنيا ۽ آفريڪا جي اوڀر ۽ اترين علائقن ۾ پالتو جانور طور ملي ٿو اهو اُٺ صحرا ۾ جهنگلي جيوت طور باقي نه بچيو آهي. هن جانور صحرائي زندگيءَ مطابق پاڻ کي مڪمل طرح ٺهڪائي ڇڏيو آهي. اُٺ پنهنجي ٿوهي ۾ چربيءَ جو ذخيرو استعمال ڪندو آهي. جڏهن پاڻيءَ ۽ خوراڪ جي اڻاٺ هجي. تڏهن اهو جسم جو وزن 40 سيڪڙو ڌاڻين وڃائيندو آهي ۽ ٻين پالتو جانورن جي پيٽ ۾ (اهڙين حالت ۾ پاڻي پيئڻ کان سواءِ ڇهه ست مهينا) وڌيڪ زنده رهي سگهي ٿو.

گرميءَ ۾ ان جي جسم جي گرميءَ جو درجو وڌي ويندو آهي ۽ پاڻي بچائڻ لاءِ بگهر گهٽجي ويندو آهي. اُٺ گهڻن ئي ڪارن ۽ ڪنڊير قسمن جو گاهه به چري ٿو مٿيون چپ به ڦاٽڪو اٿس. چرڻ مهل اهو تيزي ڇڏيندو آهي. اُٺ هڏاوان ٻچرا به رڙڪي ويندو آهي. ٿنڌي وڳ ۾ ڏسبو آهي جنهن ۾ هڪ نر ڪيتريون ماديون ۽ ٻچا هوندا آهن. نر پنهنجي گروهه کي بچائڻ لاءِ ٽپا ڏيندو، وڙهندو ۽ چڪ وجهندو آهي ۽ دشمن کي ڀڄائي ڪڍندو آهي. هن اُٺ جا رنگ هلڪي ڀوري کان وٺي ناسي ۽ ڪاري ڌاڻين گهڻائي ٿيندا آهن ان جي ڊيگهه 2.2 کان 3.4 ميٽر (ساڍا ست کان 11 فٽ) ٿئي ٿي ۽ وزن 450 کان 550 ڪلو ٿئي ٿو ان جو هيءَ نسل 3000 ق. م ڌاڻين مڪمل طور پالتو ٿي چڪو هو ۽ پوئتي هڪ به ڏاڏو جهنگلي باقي ڪونه هو اُٺ گاهه، وڻن جا پن ۽ ميوات کائي ويندو آهي. مادي 370 ڏينهن پيٽ سان هوندي آهي ۽ هڪ ٻچو ڏيندي آهي.

قديم جي حساب سان ٿنڌو پچ، ٿنيا ڪن. ڏکهي گُچي، ڏکهيون ٽنگون، ترِاڪڙا گول ۽ چيريل پير اٿس. جن سان واريءَ ۾ سولو هلي ٿو اُٺ بار برداري، سواري ۽ زمين کيڙڻ ۽ نار وغيره ۾ هلائڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. حلال جانور آهي. ماڻهو ان جو گوشت ۽ کير واپرائيندا آهن. ڇٽ مان ڪنا ناهيندا آهن.

سنڌ ۾ ڊيلٽا واري علائقي ۾ انن جي وڏي ڀشماني تي پالنا ٿئي ٿي. جنهن ۾ 200 کان 500 ڌاڻين جا وڳ نظر ايندا آهن.

عمر جي لحاظ سان سنڌيءَ ۾ اُٺ جا جدا جدا نالا:

لاوڙو: کير ڌاتڪ ٻچو

ڏيڙ يا ڪنوات: هڪ کان ٻن سالن جي عمر وارو ٻچو

ٻهاڻ: ٻن کان ٽن سالن جي عمر وارو اُٺ.

ٽهاڻ: ٽن کان چئن سالن جي عمر وارو

چُٺ: چئن کان پنجن سالن جي عمر وارو

دُوڪ: پنجن کان ڇهن سالن جي عمر وارو اُٺ. انهيءَ عمر ۾ کيس هيٺين جاڙيءَ ۾ به ڏند نڪرندا آهن.

چوڳو: چئن ڏندن وارو هيءُ اُٺ ڇهن کان ستن سالن جي عمر جو ٿئي ٿو

نيش: ستن سالن ۽ ان کان وڏيءَ ڄمار واري اُٺ کي نيش چوندا آهن.

اُٺ گهڻن نالن سان مشهور آهي: جيئن نه جمل، شتر، ٻوتو، ليڙو، لاڏو، ٻوتو، تِوڏو، گونرو، ڏاگهو، چانگو، مَيو مهري ۽ ڪرهو وغيره

سنڌ ۾ نسل جي لحاظ کان اُٺ گهڻن ئي قسمن جو ٿيندو آهي. جيئن ته:

ڍاٽي: اُٺ جو هيءَ نسل 'وِٽ' پاسي ٿيندو آهي. قدآور ۽ بارگير ٿيندو آهي. مُهري اُٺ به ڍاٽي پلا ٿيندا آهن ٻنڌ ۾ هيءَ اُٺ تکو آهي. هڪ روايت مطابق راتورات وچ ۾ 100 ميل ڪري مومل وٽ ايندو هو جو سنڌس اُٺ به ڍاٽي هو

ٻشرو: هيءَ به ڍاٽي اُٺ جو قسم آهي. جيڪو بار کڻڻ ۽ گاڏن ڇڪڻ ۾ سٺو ثابت ٿيندو آهي. ٻسري مهريءَ کي ڪوهه ڪونه وٺندو

خار: هيءَ اُٺ ٻن ناميارن نسلن مان پيدا ڪرائيندا آهن اهي خار باز اُٺ ويڙهاڪ ٿيندا آهن ۽ ڏنگا اُٺ سڏبا آهن.

لاڙي اُٺ: شاهبندر ۽ ساڪري ۾ جام آهن. سامونڊي ڪنارن تي مڪران ڌاڻين لاڙي اُٺ ملن ٿا. هي اُٺ اڪثر ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن ۽ بارگير آهن.

لاسي اُٺ: لسٻيلي وارن اُٺن کي لاسي چوندا آهن هي اُٺ به پلا مهري ٿيندا آهن

ڪاڇي اُٺ: هيءَ جابلو اُٺ ڏاڍا مضبوط آهن. لڪ لتاڙيو وڃن. ٿنڌي هوندي کان پٺن تي ڏُکي ڏُکي اُنهن جا پير مضبوط ٿيندا آهن

لوگو يروهڪو: هيءَ به جابلو اُٺ جو هڪ قسم آهي. هن جو مٿو بي ڍولو ٿيندو آهي. مستيءَ ۾ مالڪ سان به وڙهندو آهي.

اُٺ کي اَنڊ پلڻ: نٿون اُٺ جڏهن سُهُو ڪبو آهي. نه ان کي سوار ٿوهيءَ ۾ نوڙي يا رسو ڦاسائي. اُٺ جي پوئين پلنءَ ڏي ٿورو رسو ڇڪي. ان ۾ رلي وجهندا آهن. اها چڙ پلڻي ڪرڻ کان ٽيڪ هوندي آهي. ان کي اَنڊ چوندا آهن

پلڻ: ٻن ماڻهن جي چڙهڻ لاءِ ساڳي طرح اڳيان پويان ٿوهي ۾ رسا وجهي

ناهيندا آهن. اهڙيءَ طرح اڳين، ڪيرائڻ، پوئين، ڪي چون پنڌ.
اٺ جي مهار ۾ هيٺيون شيون پيل هونديون آهن، جن سان اُٺ کي مرضيءَ مطابق هلائبو آهي:
ناڪيلي: ٽامي يا لوهه جي ٿهيل، جنهن جي هيٺئين پاسي ڪي پشتي جيترو گول رکندا آهن. ٿنگر پشتي جيتري مٿي چوٽي هوندي اٿس. جنهن ۾ چمر وجهي ٻڌبو آهي.
لاٽي: ڪاٺ جي ناڪيليءَ کي 'لاٽي' چئبو. اٺ جي نڪ ۾ وجهبي آهي ۽ مهار جي چمر وجهبي اٿس.
چمر: مهار جي اڳئين پاسي ڇيهه. اُٺ اگر پتو سڳو ٻڌبو آهي. جيڪو لاٽيءَ جي نڪ ۾ پيل سڳيءَ يا هڏتريءَ ۾ وجهبو آهي.
هڏ تر يا هڏ تري: ڏنگي اُٺ کي مجاڻ لاءِ اُٺ جي نڪ کي ٿلهي سٽيءَ سان تڙپي، سڳو اندر لنگهائي ان کي ڳنڍ ڏئي، ان سڳيءَ جي وچان چمر لنگهائي اُٺ کي مجائبو آهي. اُٺ کي چانديءَ جي مٿين جون ڳانيون به وجهبيون آهن. نڪ جي مهار ۾ به (فقط سينگار لاءِ) گل وجهبا آهن. ٿُختو به اُٺ کي وجهبو آهي.



اُٺ جو آواز: اُٺ جي آواز کي اُٺ جو 'رنگڻ' چوندا آهن. جيئن محاورو آهي ته اُٺ کي لوڻ وجهه ته به رنگي ۽ کنڊ وجهينس ته به رنگي.
سياري جو اُٺ مست ٿيندو آهي ته ڏاڙون وات مان ٻاهر ڪڍي ٻيڪيون ڏيندو آهي. ان آواز کي ٻيڪي يا ڳوڙي چوندا آهن.
حڪيمن جو چوڻ آهي ته طبي لحاظ کان اُٺ جو گوشت، گرم خشڪ اثر رکي ٿو ڪيترين بيمارين کي فائدو ڏئي ٿو.

**آناسُ**: انن ياسن يا ڪنڊن وارو.
- انن ايڪڙن وارو زمين جو ٽڪرو.
- چنڊيءَ جو هڪڙي قسم جو گل.

**آنا ميٺن ملير** (ڪتاب): هي ڪتاب 1976ع ۾ ميرپورخاص ۾ ملهايل جشن 'سنڌ صدين کان' جي ڪارگذاري ۽ ٿرپارڪر ضلعي جي تعارف تي مشتمل آهي. ڪتاب جو مرتب نفيس احمد ناشاد آهي. 243 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 'ٿرپارڪر ڊسٽرڪٽ ڪلچر ائسوسيئيشن' پاران نومبر 1975ع ۾ پهريون دفعو ڇپرايو ويو. جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي. ڪتاب جا 2 ڀاڱا آهن پهرئين ڀاڱي ۾ جشن ۾ پڙهيل مقالا ۽ تقريرون ڏنل آهن ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ٿرپارڪر ضلعي جو مفصل تعارف ڏنل آهي. ڪتاب جو

مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي.

**اُٺ پکي**: هي پکيءَ جو هڪ قسم آهي. پر هن جون ٽنگون ۽ ڳچي ڊگهي هئڻ ۽ وزن ۾ ڳرو هئڻ سبب هن کي اٺ سان تشبيهه ڏيندي. 'اٺ پکي' چيو



ويندو آهي. فارسيءَ ۾ هن کي 'شتر مرغ' چوندا آهن. ماڻهو هن تي سواري به ڪندا آهن. حڪيمن موجب طبي لحاظ کان هن جو گوشت دير هضم ۽ نقصان ڏيندڙ آهي. البته ڪن بيمارين ۾ ان جو استعمال ڪرايو ويندو آهي. جن ۾ چتي، ناٽنگ جو ڏنگ وغيره شامل آهن.

**اَٺَ ڏاڻُ**: ملهه جو هڪ داءُ جنهن ۾ مخالف کي پٺي ٽنگن ۾ جانٺو لڳي. ان داءُ سان اڪثر ملهه دسجي ويندا آهن. يعني راند هارائي ويهندا آهن. پر جيڪڏهن ملهه مضبوط هوندو ته ضروري نه آهي ته دسجي وڃي. ان داءُ جو نالو اُٺ کي ڏاوڻ ذريعي ڪيرائڻ واري اٽڪل تان ورتو ويو آهي.

**اَٺ سَلو**: ڪت يا ڪتولي کي اٺ سَلو چون ٿا. چوچو ڪت جي پاون ۾ جيستائين اٺ سَل نه ٺهندا، تيستائين ڪت نه ٺهندي. هرهڪ پاتي (ڀاڱي) ۾ ٻه سل ٺهندا. جن مان هڪڙي سل ۾ ايس پوندي ۽ ٻئي سل ۾ اوٻيرو. اٺين ڪت جو ماڻداڻ جڙندو. عام طرح ماڻهو 'ڪت' يا 'ڪتولي' کي انهن نالن سان نه سڏيندا آهن. چوڏ ڪت تي لاش ڪڄندو آهي. ماڻهو تنهن ڪري ڪت يا ڪتولو چوڻ سان بدسوڻي سمجهندا آهن. ٻاراڻي ٻوليءَ ۾ 'ڪت ڪاٺيون ٽاڻين توڙيءَ جيڪو نه پڇي تنهن جي ناني نوڙهي.' ان ڏانهن اشارو آهي.

**اَٺ ڪَکُورُ**: هڪ ٻيارڪو وکر آهي جيڪو ٻوٽي يا وڻ جي پاڙ مان ملي ٿو. اهو ڳاڙهاڻ مائل ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي. هيءَ ڏاڪڻي ۾ ڪڙو ٿئي ٿو. حڪيم ان کي نانگ ۽ وڇونءَ جي زهر لاءِ ترياق سمجهندا آهن ۽ هيءَ معدي يان ڪيڙن ڪڍڻ ۽ پٿريءَ ۽ مثاني جي بيمارين ۾ علاج طور ڪم آڻيندا آهن.

**اَٺ لَڪَ**: هيءَ لڪ عمرڪوٽ تعلقي جي 'ٽبي سر' ڳوٺ کان اوڀر طرف آهي. هڪڙو اُٺ هن لڪ تان چڙهندي، سهڪي مري ويو هو تنهن ڪري هن لڪ تي اهو نالو پيو.

**اٺ وار درياهه شاهه جي (گرمڪي)** (ڪتاب): هيءَ ڪتابڙو رامجيءَ جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت 3 پاپون چاڻايل آهي. چشم نور پريس امرتسر مان 1893ع ۾ ڇپيو.

**اٺون ماٺو** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌ جي نامياري ليکڪ سراج جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي جن مان ٻه ڪهاڻيون "هڪ مزدور تي لاش" 1964ع ۾ مهراڻ رسالي ۾ ڇپيون هيون ۽ ٻي ڪهاڻي "رت ورني رات" 1967ع ۾ "نئين زندگي" ۾ ڇپي هئي. باقي پنج




ئيون ڪهاڻيون جيڪي سراج 1983ع کان 1985ع واري عرصي ۾ لکيون هيون سي ايم. آر. ڊي تحريڪ جي پسمنظر ۾ لکيل آهن انهن مان ٻه ڪهاڻيون "اٺون ماٺو" ۽ "رڻ جو موت" برسات رسالي ۾ ڇپيون هيون جڏهن ته ٽي ڪهاڻيون "تجلي"، "ڪارونجهر جا مور" ۽ مان جوڳي آهيان سوڳي آهيان"، ڪنهن به رسالي ۾ نه ڇپيون هيون. سراج هنن ڪهاڻين تي ڪنهن تبصري کان پاسو ڪندي لکيو آهي ته "ڪهاڻين جي باري ۾ پاڻ ڪجهه نه چوندس. اڳ به ڪجهه نه چوندو هوس. جڏهن ڪهاڻين تي بحث ٿيا، تنقيدون ٿيون، تڏهن به ڪجهه نه چيم. سو هاڻي به پاڻ ڪجهه نه چوندس. پل ته اسان جا پڙهندڙ ۽ نقاد انهن تي ڪجهه چون ۽ لکن. آئون انهن مان آهيان جيڪي ڪجهه لکي به اهو سوچيندا آهن ته پنهنجي ٻوليءَ ۽ سنڌ جو قرض اڃا گهڻو باقي آهي. ان ڪري لکڻ اسان لاءِ ذهني فرض جي ادائگي آهي. جيسين جيئرو آهيان تيسين اها ادائگي ڪندو رهندس".

ڪرائون سائيز جي 133 صفحن تي مشتمل ڪهاڻين جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نومبر 1985ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپيو آهي ۽ ان جو انتساب سراج پنهنجي دوست ۽ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪار امر جليل جي نالي ڪيو آهي.

**آئين ترميم**: 11 نومبر 1985ع تي غيرجماعتي چونڊن جي نتيجي ۾ چونڊجي آيل قومي اسيمبليءَ، 1973ع جي آئين ۾ اٺينءَ ترميم جي منظوري ڏني. هن ترميم جو بنيادي مقصد صدر مملڪت جي اختيارن ۾ اضافو ڪرڻ هو اٺين ترميم سبب آئين جي 19 فقرن ۾ تبديليون آيون. پر انهن سڀني مان شق (2) 58-B جو آئيندي جي سياست تي تمام گهرو اثر پيو هن ئي فقري موجب صدر کي اهو اختيار ملي ويو ته جڏهن به هو ڏسي ته وفاق پاڪستان جو انتظام آئين مطابق نٿو هلائي سگهجي، ته هو قومي اسيمبلي ٽوڙي سگهي ٿو ۽ ان کان پوءِ هو پنهنجي مرضيءَ موجب 90 ڏينهن ۾ چونڊون ڪرائيندو اٺين ترميم جي منظوريءَ کان اڳ وزيراعظم جي چونڊ قومي اسيمبلي ڪندي هئي. پر ترميم کان پوءِ صدر قومي اسيمبليءَ جي ڪنهن به ميمبر کي پنهنجي اختيارن هيٺ وزيراعظم مقرر ڪري پئي سگهيو، جنهن کي 40 ڏينهن اندر اسيمبليءَ مان اعتماد جو ووٽ وٺڻو هو.

هن ترميم هيٺ 29 مئي 1988ع تي صدر جنرل محمد ضياءُ الحق، وزيراعظم محمد خان جوڻيجي کي برطرف ڪري، اسيمبلي ٽوڙي. وري 6 آگسٽ 1990ع تي صدر غلام اسحاق خان، محترمه بينظير ڀٽو جي وزارت عظميٰ، اسيمبلي ٽوڙي ختم ڪئي. ان کانپوءِ 18 اپريل 1993ع تي صدر غلام اسحاق خان، محمد نواز شريف کي وزيراعظم جي عهدي تان برطرف ڪري، اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي. 5 نومبر 1996ع تي صدر فاروق احمد لغاري، وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو کي هٽائي، اسيمبليءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. 3 فيبروري 1997ع تي ٿيل چونڊن ۾ مسلم ليگ (نواز شريف گروپ) وڏيءَ اڪثريت سان ڪٽيو ۽ آتهيءَ اسيمبليءَ نوازشريف کي وزيراعظم چونڊيو، جنهن 31 مارچ 1997ع تي قوم کي خطاب ڪندي اٺين ترميم جي خاتمي جو اعلان ڪيو ۽ اسيمبليءَ جي ان فيصلي کي صدر فاروق احمد خان لغاريءَ خوشيءَ سان قبول ڪيو.

**اٺين ڪٿا** (ڪتاب): سنڌ ۽ هند جي نامور ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا جي ڪهاڻين جو مجموعو. ڊيمي سائيز ۾ سال 1989ع ۾ ڇپيو. قيمت 30 رپيا. ڇپائيندڙ سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاسنگر. سنڌي ڪهاڻيءَ کي فن ۽ فڪر جي خيال کان بين الاقوامي ليول تي مڃائڻ ۾ موهن ڪلپنا جون ڪهاڻيون موضوع توڙي مضمون ۾ اڳريون آهن. هن جي ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جي تازگي آهي. هو هلندي چلندي زنده موضوع ڳولي وٺندو هو ڪتاب جي مهاڳ ۾ موهن پاڻ لکيو آهي ته 'مون شروع کان پنهنجي اڳيان ڪنهن فيلسوفي واد جو نظريو نه رکيو آهي. جو جو واد ۽ فيلسوفيون هڪ ٻئي کي رد ڪن ٿا. مون زندگيءَ کي الڳ الڳ ڪندڻ کان اتلائي پتلائي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 15 ڪهاڻيون آهن جيڪي ڇپائيندڙ موجب گهڻو ڪري 1988ع کان اڳ لکيل آهن.

**اثبات**: تصوف موجب ڪنهن وجود جي برقرار هئڻ جو اقرار. ڪنهن جي 'هئڻ' جو ثبوت پيش ڪرڻ يا تصديق ڪرڻ جي لاءِ دل سان مڃنا ڪرڻ ۽ زبان سان ان جو اقرار ڪرڻ.

تصوف جي تعليم موجب الله پاڪ کان سواءِ باقي ٻي هر شيءِ جي وجود جو انڪار ڪرڻ ۽ صرف الله پاڪ جي ذات کي موجود سمجهڻ ۽ ان جي هر وقت موجود ۽ قائم رهڻ جو اقرار ڪرڻ اثبات آهي. ڪلمي شريف ۾ 'لا اله' جو لفظ غيرالله جي نفي ڪري ٿو ۽ 'الاالله' جو جملو ذات پاڪ جي اثبات ڪري ٿو اهڙي عمل ۽ فعل کي 'اثبات' چوندا آهن.

**اثناعشري**: اهل تشيع جي اُها شاخ، جيڪا اسماعيليه يا سبعيه جي برعڪس هن ڳالهه جي قائل آهي ته امامت ستين امام تي ختم نه ٿي ٿئي، بلڪ ٻين امامن ڏانهن منتقل ٿيندي رهي ٿي. هن فرقي موجب امام ٻارهن آهن. جيڪي معصوم ۽ الله جي طرفان مامور ٿيل آهن انهن جو تفصيل هن طرح آهي: (1) حضرت علي ابن ابي طالب عليه السلام، (2) حضرت حسن بن علي عليه السلام، (3) حضرت حسين بن علي عليه السلام، (4) حضرت علي بن حسين (امام زين العابدين) عليه السلام، (5) حضرت محمد بن علي (امام باقر) عليه السلام، (6) حضرت جعفر بن محمد (امام جعفر صادق) عليه السلام، (7) حضرت موسيٰ بن جعفر (امام موسيٰ ڪاظم) عليه السلام، (8) حضرت علي بن موسيٰ (امام علي رضا) عليه السلام، (9) حضرت محمد بن علي (امام محمد تقي) عليه السلام، (10) حضرت علي بن محمد (امام علي نقي) عليه السلام، (11) حضرت حسن بن علي (امام حسن عسڪري) عليه السلام، (12) حضرت مهدي منتظر (امام قائم) عليه السلام.

**اثير عبدالقادر شاهواڻي**: اثير عبدالقادر شاهواڻي 14 جون 1943ع تي مستونگ ۾ پيدا ٿيو هن بلوچي ادب تي تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. سندس هي تصنيفون آهن. 1- بلوچي رسم الخط جي تاريخ 2- پاڪستاني زبانين اور ذرائع ابلاغ. 3- بلوچي براهي 1994ع. 4- بلوچي زبان و ادب 2000ع. 5- بلوچي اڪيڊمي ايڪ جائزه 1995ع. 6- براهوئي اردو لغت 1994. 7- بلوچستان جي سردارن جي تاريخ.

**اُپيٽ**: سمنڊ يا ڍنڍ جي ڪناري سان زمين جو اهو ٽڪر، جيڪو پاڻيءَ ۾ گهڻو اندر تائين ڦهليل هجي، جنهن کي ٽن پاسن کان پاڻي هجي ۽ چوٿون

پاسو خشڪيءَ سان ڳنڍيل هجي. جهڙوڪ برصغير. جيڪو ٽن پاسن کان سمنڊن ۾ گهيريل آهي.

**اپيرنش:** اپيرنش لفظ جي معنيٰ ڪيترن سالن کان ”بگڙيل زبان“ ڪئي ويندي هئي ۽ خيال هو ته سنسڪرت بوليءَ مان پراڪرت بوليون ٺهيون ۽ اهي جڏهن وڌيڪ بگڙيون ته اپيرنش سڏيون ويون. جن مان سڀ کان بگڙيل وراچڊ اپيرنش مان سنڌي بولي ۽ ٻيون ڪجهه بوليون اسريون. لسانيات جا ماهر هاڻي اهو نظريو رد ڪري چڪا آهن ۽ سنڌن خيال آهي ته ”اپيرنش“ جو مطلب ”بگڙيل بولي“ نه، پر ”ٺيٺ بولي“ يا لهجو وٺجي. ڊاڪٽر سنيت ڪمار چٽرجيءَ جو خيال آهي ته مغربي اپيرنش برج ڀاشا (هندستانيءَ) کان اڳاٽي زبان آهي. پر ان سان خانداني نسبت رکي ٿي هن بوليءَ جي ڪوتا جا ڪي مثال هيمچندر (1088-1172ع) جي ڪتاب ”سڌ هيمچندر“ ۾ موجود آهن. جيڪو هن بوليءَ کي هڪ مستقل ڀاشا سمجهي ٿو.

مثال:

ڀلا هئا جو مارئا، پيڻ مهارو ڪنت
لجينج ٿو ويڻ سين، جو ڀڳا گهر انت.

موجوده دور جا محقق ان خيال جا آهن ته اپيرنش انهن علائقائي زبانن جي هڪ ارتقائي منزل جو نالو آهي، جيڪي سنسڪرت نه، پر اڳاٽين عوامي پراڪرتن يا پروٽو پراڪرتن سان تعلق رکندڙ هيون. انهن مان جيڪا اڳاٽي پروٽو پراڪرت سنڌي بوليءَ جي ماءُ هئي، اها سنسڪرت کان ٻين بولين جي پيٽ ۾ گهڻي مختلف هئڻ ڪري، انهن عالمن هر دور ۾ بگڙيل محسوس ٿي ڪئي. جڏهن ته اها وقت گذرڻ سان تبديل ٿيندي، پنهنجي علائقي جي بوليءَ طور اسري. ان کي ”اپيرنش“ جو نالو ڏنو ويو ٿو ڏسجي. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ان کي ناگر يا شورسيني اپيرنش ٿو سڏي ۽ ائين سنڌيءَ کي هند آريائي بولي ٿو ثابت ڪري. جڏهن ته ڊاڪٽر الانا ۽ سراج سنڌيءَ جي آريائي نسل واري مفروضي کي نه ٿا مڃين ۽ ان کي سنڌ جي ڪنهن اڳاٽيءَ اسلوڪي بوليءَ مان نڪتل ٿا ڄاڻائين. ان صورت ۾ جيڪڏهن اپيرنش ۽ سنڌيءَ ۾ ڪا هڪجهڙائي آهي به ته، ائين چوڻ درست ٿيندو ته اپيرنش به ان اسلوڪي بوليءَ جوئي ڪو ارتقائي مرحلو (ٺيٺ بولي) آهي، يا لهجو آهي.

**اُپٽيل بلور:** اپٽيل بلور وچ تي ٿلهو ٿيندو آهي ۽ اُن جا پاسا سنها ٿين ٿا. جڏهن روشنيءَ جا پورو وچوٽ شعاع اپٽيل بلور تي پون ٿا، ته پوءِ بلور مان گذرڻ کان پوءِ هڪ نقطي تي گڏجن ٿا. تنهن ڪري اهڙي بلور کي هم مرڪز (Convexing) بلور چئبو آهي هن جا ٽي قسم ٿين ٿا: ’ٻٽو اُپٽيل بلور‘ (Double convex)، ’لِٽيل اپٽيل بلور‘ (Concave convex lens)، ’سنئون اپٽيل بلور‘ (Plain convex lens).

**اپر نورواهه:** تعلقي دادوءَ جو هڪ مشهور واهه. جيڪو اصل نورواهه ڦاٽ سان وڃي ملندو هو. هيءُ واهه ميان نورمحمد ڪلهوڙي کڻايو هو. جنهن ڏانهن منسوب ’نورواهه‘ نالو پيو هيءُ نورواهه وهي هلي اصل نورواهه سان ’ٻولڪيءَ‘ کان ٿورو پوئتي ملندو هو. هن واهه تي ڳوٺ ’مهرائي‘ نالي سان سڏيو ويندو هو. پيو اپر نورواهه تي ڳوٺ ’پنڊ‘ هو. اپر نورواهه تي نار چڙهندا هئا، جن تي جواريون ۽ ورنڊ ٿيندا هئا. هن واهه تي انگريزن جي دور ۾ ’ڏاڪڻ‘ جا نار به چڙهندا هئا. جن تي چيٽ جو فصل ٿيندو هو. 1937ع ڌاري نورواهه جنوئي ڪيٽيءَ ۾ آيو. ديهه ’ڪڇوروپ‘ تعلقي دادوءَ ۾ ٻئي نورواهه آهن. هاڻي جنوئين اپر نورواهه کي لٽائي ڇڏيو آهي. ڪٿي ڪٿي هن قديم واهه جا آثار ملن ٿا. ڪجهه عرصو اڳ 1940ع ڌاري پراڻي درياهي واهه ’امام عليءَ‘ سان دادو ڪئنال مان پاڻي وهائي، اپر نورواهه جنهن کي ’پراڻو نورواهه‘ به چوندا هئا. پاڻي کڻو ڪري، ان تي ڏاڪي چاڙهائي چيٽ جي آبادي ڪرائيندا هئا. هن واهه ۾ هڪ وڏو ڪُنُ هو. جنهن ۾ ٻارهين نار پاڻي بيهندو هو. ان جو نالو ’ڦيڻيءَ جو ڪُنُ‘ هو. جوڻ هڪ پنهور شڪار ڪندي ان ڪنُ ۾ ٻڏو هو. جيڪو زميندار هو. ان ڪري هن ڪنُ تي نالو ’ڦيڻيءَ جو ڪُنُ‘ پئجي ويو. پراڻي نورواهه ۾ ٻيڙيون به هلنديون هيون. ڪن جو چوڻ آهي ته نورواهه پراڻي ديري بندر کان به اڳتي ويندو هو. جيڪو اڳتي ’چوڻي واهه‘ جي نالي سان سڏجي ٿو. حالانڪ چوڻي واهه الڳ ’ٿهڪڻ‘ واري درياهه مان نڪتل آهي.

**اپريل:** عيسويءَ سال جي چوٿين مهيني جو نالو. اپريل لاطيني لفظ ’اپرلز‘ مان جڙيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ’کلڻ‘. حقيقت به اها آهي ته اپريل ۾ وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا ڦٽندا آهن ۽ نوان ڳوڙهِ ڪڍندا آهن. انهيءَ مهيني جي پهرينءَ تاريخ تي ’اپريل فول‘ ملهايو ويندو آهي. جنهن کي ’آل فول‘ به چيو ويندو آهي.

**اُپگرِه:** ننڍو گرهه. جيڪو ڪنهن ٻئي وڏي گرهه جو طفيلي هجي ۽ ان جي چوڌاري ڦرندو رهي ۽ ان گرهه جي زيراثر هجي. جهڙوڪ چنڊ. جيڪو ڌرتيءَ جو اُپگرِهه آهي.

**اپلاڻ:** هيءُ ڳوٺ ضلعي ٺٽي ۾ جاتي تعلقي جي قديم ڳوٺن مان هڪ آهي. ميرن جي دور حڪومت ۾ هيءُ مکيه ڳوٺ هو. ان دور ۾ اپلاڻو هڪ پنڻ جي حيثيت رکندو هو. جتان ٻيڙين رستي حيدرآباد يا ٻين شهرن ڏانهن وڃي سگهبو هو. اهو ڳوٺ اڄا به قائم آهي.

**اُپنشد** (ڪتاب): نثر ۾ لکيل عرفان ۽ فلسفي وارا ڪتاب آهن. جيڪي ويدن جي شعرن جي شرح آهن. هنن جو تعداد ڏيڍ کان به سئو ٻڌايو وڃي ٿو. انهن مان ڪجهه صحيح ۽ اصلي آهن. پر انهن جي تاليف جي تاريخ جو تعين مشڪل آهي. هنن مان ڏهه (10) اپنشد اهڙا آهن. جن جو تعلق ٻي صدي قبل مسيح سان آهي. سترهين صديءَ ۾ شاهجهان جي فرزند داراشڪوهه 50 اپنشدن جو سنسڪرت مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ۽ انهيءَ مجموعي جو نالو ’سر اڪبر‘ رکيو هيءُ مجموعو چڱيل آهي ۽ انهيءَ جو ترجمو فرانسيسي، انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ به ٿيل آهي. ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ انهن جو لاطينيءَ ۾ ترجمو ٿيو جيڪو 1801ع ۾ ڇپيو مشهور فلسفي ’شوپنهار‘ جڏهن اهو ترجمو پڙهيو ته هو اپنشدن جي تعليمات کان بيحد متاثر ٿيو.

اپنشدن جي تعليم مطابق هن ڪائنات جي تهه ۾ هڪ روحاني وجود آهي. جنهن مان هيءَ ڪائنات پيدا ٿئي ٿي. جنهن ۾ اها سڄي ڪائنات موجود رهي ٿي ۽ جنهن ۾ فنا ٿئي ٿي. ان کي ’برهما‘ چون ٿا. دنيا جون سڀ شيون ۽ روح ان جو ظهور آهن ۽ هو سڀني جو حاڪم ۽ پرورش ڪندڙ آهي. اهڙيءَ طرح سڄي ڪائنات روحاني آهي ۽ ان کي هلائيندڙ هڪڙو آهي. جيڪو خالق به آهي. ان ۾ تمام گهڻيون طاقتون موجود آهن. انهن مان تخليق جي قوت کي ’مايا‘ يا ’پرڪرتي‘ چيو وڃي ٿو انهيءَ قوت يا شڪتيءَ سان هو پنهنجو پاڻ کي ’برهم‘ يعني خالق، ’وشنو‘ يعني پاليندڙ ۽ قائم رکندڙ ۽ ’شِو‘ يعني فنا ڪندڙ، شڪلين ۾ ظاهر ڪري ٿو انهيءَ ڪري برهما، وشنو ۽ شِو اهي ٽيئي شڪليون هڪڙي برهما جون ٿي آهن. جيڪي هن عظيم ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ اختيار ڪري ڇڏيون آهن.

هندن جي مذهبي ڪتابن ويدن جي آخري ڀاڱن کي اپنشد نالو ڏنو ويو آهي. جن جو تعداد ڏيڍ سؤ کان مٿي آهي. ستين صدي عيسويءَ جي مشهور هندو مفڪر شنڪر آچاريه ۽ ٻارهين صديءَ جي رامانج ۽ رامانند. اپنشدن تي نهايت اعليٰ پايي جون شرحون لکيون. اپنشدن جو فلسفو گهڻي ڀاڱي داخلي ۽ باطني نوعيت جو آهي. ان کان سواءِ قديم ويدن جي گهڻين هستين جي

برخلاف، اپنشدن ۾ هڪ هستيءَ برهما (Brahma) ۽ آتما جو ذڪر ملي ٿو هڪ اندازي موجب اپنشد ڇهه سؤ سال قبل مسيح ڌاري تصنيف ڪيا ويا. ويدن جي آخري يا انت ۾ اچڻ جي ڪري انهن جي تعليمات کي 'ويدانت' جو نالو به ڏنو ويو آهي. ويدن موجب انسان جو عمل يا ڪرم وڏي اهميت رکي ٿو پر اپنشدن جو سارو زور فڪر ۽ سوچ تي آهي. سنڌيءَ ۾ پرمانند 'اپنشد سار' نالي ڪتاب لکيو هو جنهن ۾ اپنشدن جو تت ڏنل آهي. هي ڪتاب سنڌ پرنٽنگ پريس شڪارپور مان 1943ع ۾ ڇپيو. ساڳيءَ ريت چيلمل پرسرام گلراجاڻي جو هڪ ڪتاب 'اپنشد گيان' (ترجمو) پڻ ساڳئي دور ۾ ڇپيو هو.

**اپوا:** آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن جو مخفف. پاڪستاني عورتن جي وڏي ۽ ملڪ گير تنظيم (تفصيل لاءِ ڏسو: آل پاڪستان وومين ايسوسيئيشن).

**اجتماعي قبر:** ڪارونجهر ويجهو هڪ اجتماعي قبر لڌي وئي آهي. هيءَ هڪ کوهه آهي، جنهن ۾ بيشمار ماڻهن کي هڪ ئي وقت دفن ڪيو ويو هو. اهو انگريزن جي دور جو واقعو آهي. گهڻو ممڪن آهي ته اهي جهونجهار روپلي جا ساٿي هجن، جن انگريزن هٿان شڪست کاڌي هئي. اهو کوهه هن وقت پوريل آهي. ان کي شايد ان وقت ئي ڍڪيو ويو هو. هي کوهه ننگرپارڪر ۾ اقراء اسڪول جي آڏو رينج فاريسٽ آفيسر جي در وٽ آهي.

**اجتهاد:** حديث مان پنهنجي علم ۽ راست ساز فڪر جو نئون نُڪتو يا اصول پيدا ڪرڻ. لفظي معنيٰ 'سخت ڪوشش ڪرڻ'، صحيح راهه ڳولڻ. شرعي اصطلاح موجب 'شرعي مسئلن جي تحقيق جي روشنيءَ ۾ فروعي مسئلن متعلق قرآن ۽ سنت، اجماع ۽ قياس جي ذريعي راءِ قائم ڪرڻ'. اجتهاد لاءِ شرط مقرر آهن. جهڙوڪ: عربي ٻوليءَ جي ماهراڻي لساني واقفيت، قرآن ۽ حديث جي وسيع معلومات، ذاتي صلاحيت ۽ تقويٰ.

**اجتو فقير راجڙ:** اجتو پٽ شاهه محمد راجڙ. ٻاڙو ٻالو ڪلاڻي، وينل لڳ ڪنگون، تعلقو شاهه ڳڙهه، رياست جيسلمير. مير علي مراد جي وقت جو سگهڙ شاعر هو. لکمير فقير ۽ اجتو فقير ٻئي همعصر هئا. اجتو فقير جناب مخدوم صاحب هالن واري جو مريد هو ۽ انهيءَ لحاظ سان پنهنجي بيتن ۾ 'سرور شاهه' جو نالو آندو اٿس.

**اجرڪ:** هڪ قسم جي رڱيل ۽ ڇاپيل، ڏيکڻ ۽ ڇٽن واري چادر، جيڪا خاص طور سنڌ ۾ اوچڻ طور پائڻ، ڪُلهن تي ڪرڻ، جسم تي ويڙهڻ، پٽڪي يا گوڏ ٻڌڻ لاءِ استعمال ٿئي. اجرڪ سنڌ جي قديم ثقافتي سڃاڻپ آهي.



موهن جي دڙي جا آثار ٻڌائين ٿا ته ان وقت به سنڌ ۾ اجرڪ جو ڪم ٿيندو هو. دڙي مان لڌل پروهت جي مورتيءَ تي جيڪو گُلن جو دوشالو آهي، انهيءَ تي واضح نمونو جيڪا ڇر آهي، اها 'ٽڪڙ واري اجرڪ' جي 'پور' واري آهي. جيڪا ڇراج به هلندڙ آهي. هندستان جي ورهاڱي کان پهرين اجرڪ تمام گهڻي تعداد ۾ ٺهندي هئي. ان وقت ملاڪاتيار، سعيدپور، تلهار، ٽنڊي محمد خان، ڀهڊمي، بدين، خانپور، ٽکڙ ۽ ڏنڊي ۾ اجرڪ جو ڪم ٿيندو هو.



ٿئي ۾ ته اڳئي تي سٺو ڪن ڪارخانا هوندا هئا. سڄاول، ميرپور بٺوري، متياريءَ، سهتن، پٽ شاهه، ٽنڊي آدم، ٽنڊي فضل ۽ هوسڙيءَ ۾ اهو ڪم تمام گهڻو ٿيندو هو. هن وقت متياري ۽ ٽنڊو محمد خان به اهم مرڪز باقي وڃي رهيا آهن. ان کان سواءِ پٽ شاهه ۽ سهتا ۾ به ڪم ٿئي ٿو. ڪيس سيڪات ۽ سعيدپور ۾ به هڪ لا ڪارخانو آهي. ماٽليءَ ۾ پنج ڪارخانا ڪم ڪن پيا. ان کان سواءِ وَٻي ملوڪ شاهه، پيلٽي شريف، سن، سکن هالا ۽ ٺٽي ۾ به اجرڪ سازيءَ جو ڪم ٿي رهيو آهي. مٿين علائقن ۾ اجرڪ جي ٻنهين پاسي ڇر وارو ڪم ٿئي ٿو. هندستان جي علائقن: بيڪانير، سوجت، چاڻوت ۽ ڏاليءَ وارن علائقن ۾ به هن وقت اجرڪ جو ڪم جاري آهي. پر اتي ڪچي رنگ وارو ڪم ٿئي ٿو جيئن ملي، ڏيپلي، چاچري، ننگرپارڪر ۽ ٿر جي ٻين علائقن ۾ ٿئي ٿو ڪنهن وقت ۾ دادو ضلعي جي 'مانجهند' شهر ۾ به هڪ ٻڙيون اجرڪون ڇپبيون هيون، پر هاڻي اتي اهو ڪم بند ٿي ويو آهي. اجرڪ جو ڪم درياهن، ندين ۽ واهن جي ڪنارن ۽ ٿوريءَ سخت هوا وارن علائقن ۾ ٿيندو آهي.

اجرڪ پنهنجي پورن، ٺپن ۽ رنگن سبب مشهور آهي. لطيف سائين 'پور' ۽ 'ڇر' جي اهميت کي هن طرح واضح ڪيو آهي:

'ڇوريون ڇرڻ سکيون، ٻنهون ڪيائون پور.'

اجرڪ جا پور سوين قسمن جا آهن. جن ۾ چڪي، چانپ، چلو، عشق پيچ، موتين جڙيو، ڳُڏڙي، ڄوڙاڻ، ڪڪن، مهراڻ، قلمدان، ڪاشي، ونگو، بادام، ڏاڙهونءَ گل، جليب، ٻسڪو، فوراستار، ناڙو، وٽ، هاٿئي پري، ڪارڪ، مداخل، ٻوٽو، رپال، غاليچو وغيره شامل آهن. هن وقت سنڌ ۾ اجرڪ جا هيٺيان وڏ هلندڙ آهن:

ڪڪن ديلي (اڳاٽو ۽ اصل نالو: چڪي)، بادام، حاشيه ول (ٽي قسم: وڏي ول، ٻويٽي ول ۽ ننڍي ول)، ڪارڪ، جليب، غاليچو، ڄوڙاڻ، ڳُڏڙي، مداخل، ٻوٽو، رپال، عشق پيچ، ڦهي، چلو (جنهن جو اصل نالو 'سرڪاري' آهي)، ۽ قلمدان.

هاڻوڪي دور ۾ جيڪي اجرڪون تيار ٿين ٿيون، انهن جا به قسم آهن: هڪ اها اجرڪ، جيڪا روايتي انداز ۾ تيار ڪئي وڃي ٿي، جنهن تي 'ڇر' جو ڪم ٿيندو آهي ۽ اها مختلف مرحلن مان گذرندي لڳ ڀڳ مهيني کن ۾ تيار ٿئي ٿي. ٻي اجرڪ، جيڪا مارڪيٽ ۾ دستياب آهي، اها مشينن تي ٺهندي آهي ۽ هڪ ڏينهن ۾ پنج سئو کان هزار جي تعداد ۾ تيار ٿئي ٿي. اجرڪ هڪ شيءِ جو نالو ڪونهي، پر اها رڱاوت، جيڪا محنت ۾ ٺهي، ان کي اسين 'اجرڪ' چوندا آهيون. انهيءَ ۾ پانڌا، ٻگ، ملير، جهميون، ڇٽيون، لسا به آهن. جيڪي اجرڪن جا مختلف نمونا آهن.

اجرڪ 16 مختلف مرحلن مان گذري تيار ٿيندي آهي. پهرين ڪپڙو ورتو

وجي ٿو. ان بعد ڪپڙي جا پنج پنج ميٽر جا ٽڪرا ڦاڙي سوڙا ڪار ۾ ٻوڙي ڏيئي، ڪپ چاڙهيو ويندو آهي. ان بعد ڪپڙي کي لاهي ڪپ کي ڌوتو ويندو آهي. بعد ۾ ان ۾ ساڄهه وجهيو آهي. ساڄهه ۾ صابڻ، ڪارو تيل ۽ هيرڻ جو تيل استعمال ٿيندو آهي. ان کان پوءِ ساڄهه ڌوئڻ جو مرحلو ايندو آهي. ان بعد 'ڪسائي' جو مرحلو آهي. جنهن ۾ صابڻ، هيرڻ جي تيل ۽ سڪل ليمن مان هڪ محلول ٺاهيو ويندو آهي. ان بعد اجرڪ ڇپائيءَ واري مرحلي ۾ ايندي آهي. پهرئين مرحلي ۾ اصل جي ڇُڙ ٿيندي آهي. ان بعد 'ڪٽ' جو مرحلو ايندو آهي. تنهن کان پوءِ 'ڪڙ' جو ڪم ٿئي ٿو. ان بعد ٻڙو ڪڻي ۾ ٻوڙيو آهي. ڪڻ ۾ ٻوڙڻ بعد اها اجرڪ وري چرچڻ ويندي آهي. جنهن کان پوءِ ان کي رڱيو ويندو آهي. رڱڻ کان پوءِ منجهڻ جو مرحلو اچي ٿو. ان بعد ميڻا جو ڪم ٿيندو آهي. ميڻا جي مرحلي دوران وري مشس ڇُڙ ٿيندي آهي. آخر ۾ ان کي انڊيگو (گُليءَ) ۾ ٻوڙيو ويندو آهي. جنهن بعد وڃي اجرڪ تيار ٿيندي آهي. 5 ميٽرن واريءَ اجرڪ تي 5 هزار 9 سئو دفعا ٺپي پاسن کان رڱو ٿيا هئا وڃن ٿا. اجرڪ جي رزلٽ لاءِ 28، 30 ڏينهن انتظار ڪرڻو پوي ٿو هيءَ تمام ڏکيو هنر آهي.

سنڌ جي هزارن سالن جي تاريخ ۾ هن هنر جا ڪيترائي ڪاريگر پيدا ٿيا هوندا، پر وقت جي وهڪري انهن نالن کي محفوظ نه رکيو. بهرحال ويجهڙ واري دؤر ۾ هيٺين ڪاريگرن جا نالا معلوم ٿيا آهن:

الهڏنو سومرو کتي، پليڏنو سومرو کتي، حاجي جمعو ۽ يعقوب لناٽي، وينل وسي ملوڪ شاهه (ٽڪڙ جا)، جيڪي پاڪستان کان اڳ جا ڪاريگر هئا. حاجي عثمان ۽ طاهر محمد، ٻئي پاڙ مٽيارين جا هئا. سعيدپور جي ڦُر کتيءَ وڏي عمر ۾ وفات ڪئي. سنڌس پٽ حاجي وريل ۽ محمد عيسو به سٺا ڪاريگر ٿي گذريا آهن. حاجي وڪيو شاهه ڪاريگر هو. جنهن مٽيءَ جي پورن سان ڪم ڪيو. ڪات جا پور پوءِ ٺهرايائين پيندي جو گل محمد سومرو کتي، سيڪات جو حاجي صالح کتي سومرو ۽ ماٺليءَ جو محمد حسن. گذاري ويا. واري ٽڙ. سڪر جو ڪاريگر محمد صالح سومرو، 1999ع ۾ گذاري ويو. جيڪو مشهور شاعر ادل سومري جو والد هو. مشهور ڪاريگرن ۾، مٽيارين جو بچل 'بمبئي'. ڪم جي سهڻائيءَ ۽ تيزيءَ سبب بمبئي نالو پيس. ڪيرن جا



محمد صديق سهتو ۽ حاجي عثمان. سيڪات ۾ محمد يونس کتي سومرو، ٽنڊي محمد خان ۾ حاجي پليڏنو حاجي لکاڏنو ۽ حاجي محمد شفيع ماٺليءَ ۾ هالي محمد حسن جو پٽ محمد عثمان ڪم ڪندو آهي.

ڪي هندو جاتيءَ جا ماڻهو به اڳ ۾ اجرڪ ڇپڻ جو ڪم ڪندا هئا. جن مان ڪي هالا ۾ رهندا هئا، جيڪي ڪجهه سال اڳ لڏي ڀارت هليا ويا. جن ۾ واسو مل، دولهه ڏنو مل، ميگهومل، ڪيول مل ۽ پهڙي مل جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. مٽيءَ ۾ ڪتري هندو اجرڪ جو ڪم ڪن ٿا. جن ۾ نٿو مل کتري هن وقت ڪاريگر ليکيو وڃي ٿو.

**اجگر:** 'اجگر' جي لفظي معنيٰ آهي 'ٻڪري ڳهيندڙ' (اج= ٻڪر+ گر= ڳهڻ) هن ناڻگ کي سنڌي ۾ اڙ بلا چوندا آهن (ڏسو تفصيل: اڙ) 'اجگر' فارسي ۽ چيني، يوناني ۽ ڏور اوڀر جي ملڪن ۾ هڪ ڏند ڪٿائي جانور به آهي، جنهن جو جسم اڙ ناڻگ جهڙو، واڳونءَ جهڙيون ٽنگون ۽ وڏا پر ٿين ٿا جن جي مدد سان اهو اڏامي سگهندو آهي. ان اڏامندڙ اجگر جي وات مان باهه ٻاهر نڪرندي آهي. ان ڏند ڪٿائي جانور کي انگريزي ۾ Dragon چوندا آهن.

**اجمل بيگ 'اجمل' مرزا:** مرزا اجمل بيگ 21 اپريل 1921ع تي ٽنڊي ٺوڙهي حيدرآباد ۾ سنڌ جي مهان اديب، دانشور ۽ عالم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم حيدرآباد شهر ۾ حاصل



ڪيائين ۽ بي اي بمبئي يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس فرسٽ نمبر ۾ پاس ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيو. مرزا صاحب سنڌ سرڪار جي فوڊ ڊپارٽمينٽ ۾ راشننگ ڪنٽرولر مقرر ٿيو جتان 1976ع ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. هو مرزا قليچ بيگ جو ستون نمبر فرزند هو. کيس اڪيون ڪولينديءَ ٿي "شمس العلماء" پيءُ جي هنج نصيب ٿي اٿي، علم پريءَ هنج مان هن ٻار ٻالپڻ ۾ ئي سڀ ڪجهه حاصل ڪيو. فارسي ۽ سنڌي هن جي گهر جون زبانون هيون. باقي قرآني تعليم ۽ ٻيا سڀ مذهبي علوم به ننڍپڻ ۾ ئي سکي ورتائين. کيس علم، ادب ۽ شاعري ورثي ۾ مليل هئا. مرزا صاحب شروعات ۾ پنهنجو تخلص "فاضل" رکيو ۽ بعد ۾ "اجمل" جي تخلص سان لکندو هو. هو عروضي شاعريءَ جو ماهر سمجهيو ويندو هو. سندس ڪلام نهايت اعليٰ پائي جو آهي. پاڻ غزل، قصيدو، مثنوي، مخمس، بيت، سلام، مرثيه، نوحا، منقبت ۽ مناجاتون وغيره چيون اٿس. نظم ۾ لکيل سندس ڪتاب "شاهنامه عرب عرف منظوم تاريخ اسلام" سنڌي ادب ۾ اهم حيثيت رکي ٿو. ان کان علاوه نيو اٽلس جغرافيه (اردو)، انگلينڊ جي تاريخ (1953ع)، ٽريل انگلش ڊڪشنري (اردو، سنڌي، انگريزي) سر حسيني لطيفيات 1951ع)، دنيا جي نئين جاگرافي (1952ع)، تاريخ (1953ع)، رنگين جاگرافي پاڪستان (1958ع)، علم بدن ۽ صحت ، علم طبعي، انتخاب ازگلستان و بوستان، سر سارنگ (لطيفيات)، مهاڳ رباعيون (تنقيد) وغيره به مشهور ڪتاب آهن. سنڌ جو هي سڄاڻ اديب ۽ شاعر 26 مئي 1984ع تي وفات ڪري ويو.



**اجمل خان، حڪيم:** اجمل خان وڏو طبيب ٿي گذريو آهي. 1863ع ۾ دهليءَ ۾ پيدا ٿيو. هن جو خاندان شهنشاهه اڪبر جي دربار سان لاڳاپيل هو. اجمل خان جو پيءُ حڪيم محمود خان، شاهه عالم جو خاص طبيب هو. اجمل خان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. طب جي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ حڪيم محمد واصل کان حاصل ڪيائين. اجمل خان 1904ع ۾ طبي

ڪانفرنس جو بنياد وڌو. 1908ع ۾ کيس "حاذق الملڪ" جو خطاب مليو ۽ ڏهه دفعا يورپ جو سفر ڪيائين. 1914ع ۾ طبيہ ڪاليج جو بنياد وڌائين. 1921ع ۾ خلافت ڪانفرنس جي صدارت ڪيائين. اجمل خان طب تي ڪيئي ڪتاب لکيا. ان کان سواءِ سياسي مضمون بہ لکيائين. 1927ع ۾ وفات ڪيائين. سنڌ ۽ پاڪستان ۾ سندس نالي سان ڪيترا دواخانا موجود آهن.

**اجمير:** راجستان (ڀارت) جو هڪ شهر ۽ علائقو. اجمير شهر جو بنياد راجپوت راجا اجي چوهاڻ 1100ع جي دور ۾ رکيو هو. هن شهر شهاب الدين غوريءَ 1192ع ۾ فتح ڪيو. شهنشاهہ اڪبر پنهنجي شروعاتي سالن ۾ اجمير کي پنهنجي مملڪت ۾ شامل ڪيو. هن اجمير ۾ هڪ قلعو ۽ محلات ٺهرايو، جنهن کي هاڻي ڀارتي سرڪار ميوزيم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. اڪبر بادشاهہ ننڍي کنڊ جي مشهور صوفي اولياءِ خواجہ معين الدين چشتيءَ جي مزار جي زيارت لاءِ گهڻائي ڀيرا سفر ڪيو. اجمير جو شهر اهم زيارت گاهہ آهي.

اجمير پنهنجي اسلامي آثارن، عمارتن خاص ڪري حضرت خواجہ معين الدين چشتيءَ جي مقبري ڪان مشهور آهي. اهو مقبرو مالوا جي سلطانن



1455ع جي لڳ ڀڳ تعمير ڪرايو هو. جيتوڻيڪ ٻيون عمارتون پوءِ ٺهيون، جن ۾ ٻہ مسجدون، اڪبر ۽ شاهجهان جون ٺهرايل آهن. هڪڙي عمارت اڍائي ڏينهن جو جهوپڙو آهي. جيڪا دراصل درسگاهہ هئي. جنهن کي پوءِ مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو. ٻيون تاريخي جايون، جن ۾ اڪبر جو ٺهرايل "قلعو بند قصر" جهانگير جو ٺهرايل باغ ۽ شاهجهان جي اڏايل اناساگر جي بند تي واقع "مرمري ڪوشڪ" شامل آهن.

سنڌ جي حڪمرانن تورڙي عام عقيدتمندن پڻ اجمير شهر ۾ ڪنڊوريءَ جون ديگيون، اوطاقون ۽ اوتارا درگاهہ جي لاءِ وقف ڪيا. جن مان مشهور ڪافي گو شاعر مصري شاهہ جو نالو قابل ذڪر آهي. ان کان سواءِ ڪيترا عقيدتمند هرسال سالياني عرس جي موقعي تي اجمير شريف ويندا رهندا آهن.

سنڌ جو مرد مجاهد ۽ تحريڪ خلافت جو اڳواڻ بئريسٽر جان محمد جوڻيجو بہ اجمير جي درگاهہ جي پير ۾ دفن آهي.

**اجنبي (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب بشير احمد موريائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 139 آهن ۽ قيمت سوا ٻہ رپيا ڄاڻايل آهي. آر. ايچ احمد اينڊ برادرس هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1956ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اجنتا جون غارون:** مهاراشٽر رياست (ڀارت) جي اورنگ آباد ضلعي جي اجنتا ڳوٺ ۾ پٿرن جون جبلن کي ٽڪي ناهيل غارون، جيڪي خانقاهن ۽ عبادتگاهن طور استعمال ٿينديون هيون. هيءَ غارون اورنگ آباد کان 105 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي اتر - اولهہ طرف آهن. هنن غارن جو اهم سلسلو لڳ ڀڳ ٻهرين صدي (ق. م) کان ستين صدي عيسويءَ جي وچ واري عرصي جو

آهي. هي غار ۽ مندر سخت ٽڪرين کي ٽُڪي ناهيا ويا هئا. مندرن جي ڀتين تي مهاتما ٻڌ جي زندگيءَ بابت ڪيترين تصويرون ٺهيل آهن. جن کي اوير



جي مصوريءَ جي فن جو شاهڪار سڏجي ٿو اهي چٽساليون، مهاتما ٻڌ جي زندگيءَ جي مختلف واقعن کي اجاگر ڪن ٿيون. اهي مندر ڪيترين صدين تائين مٽيءَ جي تهن ۾ ڍڪيل رهيا. انهن غارن جو سڀ کان اول جون ٽاڊ جي فرگوسن 1743ع ۾ انهن قديم آثارن جو پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي. انهن غارن جو تعداد 301 آهي. جن مان ڪن غارن ۾ چترڪاريءَ جا خوبصورت نمونا ملن ٿا. ڪن ۾ ٻڌ ڀڪشوئن جي رهائش هوندي آهي.

**اڄڻ فقير ڏيرو:** شاهہ لطيف جي ننڍپڻ جو ساٿي، جنهن سان شاهہ صاحب ننڍي هوندي رانديون کيڏيون. اُن وقت شاهہ صاحب ڪنبات لڳ پنهنجي ڪهرواري ڳوٺڙي ۾ رهندو هو. جنهن جو دائرو ڪنبات واري جُهہ تائين وسيع هو. شاهہ صاحب جي والده 'ڏيرا' ذات مان هئي. ان وقت لطيف سائينءَ جي اڄ وچ سندس والده جي پيڻ يعني سندس ماسيءَ ۽ ٻين عزيزن جي گهرن تائين ۽ ڪنبات واري تڙ ۾ ڏيرن فقيرن جي راڇن ڳوٺن ۾ ٿيندي هئي. اڄڻ فقير ڏيرو وڏي هوندي سندس پيارو فقير ۽ حاضريءَ جو فقير بڻيو.

**اجواڻي لالسنگھ:** سنڌي ٻوليءَ جو نامور عالم ۽ تعليمدان لالسنگھ هزاري سنگھ اجواڻي 1899ع ۾ سنڌ ۾ ڄائو. سنڌ ۾ تعليمي خدمتون سرانجام ڏيڻ بعد، ڀارت ۾ نئشنل ڪاليج باندرا (بمبئي) مان پرنسپاليءَ تان رٽائر ٿيو. هن مرڪزي



ساهتيہ اڪادميءَ تي ڪيترن سالن تائين سنڌي زبان جي نمائندگي ڪئي ۽ سنڌي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر رهيو هو. ڪيترن ئي سنڌي ۽ انگريزي ڪتابن جو مصنف هو. "History of Sindhi Literature" سندس شاهڪار ڪتاب آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو ساهتيہ اڪادمي دهليءَ پاران 1970ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ٻيو ڇاپو 1977ع ۾، ٽيون ڇاپو 1990ع ۾ ۽ چوٿون ڇاپو 1994ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڊيمي سائيز جي 226 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري هن ڪتاب جي چوٿين ڇاپي جي قيمت 80 رپيا آهي. هي ڪتاب 'هندستاني ٻولين جي ادب' واري سلسلي جو اٺون ڪتاب آهي. جڏهن تہ ان کان اڳ آسامي، بنگالي، ميٿلي، ملايالم، اڙيا، ڪنڙ ۽ تيليگو زبان جي ادب جون تاريخون اڳئي اداري پاران ڇپجي چڪيون آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌ ۽ سنڌي، سنڌي ٻولي ۽ ان جو بڻ بنياد، صوفي ازم ۽ سنڌي طرز زندگي، شاهہ عبداللطيف، سچل سرمست، انگريزن کان اڳ جي دور جا ڪلاسيڪ شاعر، انگريزي دور جو سنڌي نثر ۽ ڊراما وغيره شامل آهن. اجواڻي صاحب 1976ع ۾ وفات ڪري ويو.

**اَڇهو:** پناهه گاهه. هٿراڌو ٺاهيل ڇپر يا اولو جنهن جي هيٺان يا پاسن کان ويهڻ جي ڪري اُس، مينهن ۽ تيز هوائن کان بچاءُ ٿي سگهي. هونئن اڇهو قدرتي به ٿي سگهي ٿو. پٿر جي دور ۾ انسان قدرتي غارن کي اڇهي طور خوب استعمال ڪيو آهي.

**اڇهو**[2] (ڪتاب): ليکڪ هري موٽواڻي سنڌيءَ جو ناول. 'اڇهو' ڪرائون سائيز. صفحا 176. قيمت 22 روپيا. جيڪو آگسٽ 1988ع ۾ شايع ٿيو. ڇپائيندڙ ڪونج ۽ ديشڪا پبليڪيشن بمبئي آهي. هيءُ ناول پارٽ جي ورهاڱي جي موضوع تي لکيل آهي ۽ سال وار چئن بابن: 1945، 1946، 1947 ۽ 1948 ۾ ورهايل آهي. مصنف جو پلاٽ ان خيال تي ٻڌل آهي ته (1945) تائين سنڌ ۾ هندو مسلم محبت ۾ رهندا هئا. ليڪن انگريزن جي سياسي چال سبب مذهب تي ٻڌل ورهاڱي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ نفاق جو ٻج ڇٽيو. ملڪ ۾ فسادن منهن ڪڍيو، جنهن ڪري لڏپلاڻ شروع ٿي. سنڌي هندو پنهنجي عزت ۽ سڃمان خاطر سنڌ ڇڏي هندستان ڏانهن وڃڻ لڳا.

**اَڇهوڙ:** درياهه جو جهول وارو پاسو جتي جو وهڪرو ۽ پاڻي اونهو هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اڇهوڙ اهڙي ڏکي ٿي پوندي آهي، جوان ۾ ڦاٿل ٻيڙي وغيره به ٻاهر نڪري نه سگهندي آهي ۽ اُن جي ٻڏي وڃڻ جو خطرو هوندو آهي.

درياهه جي ڪنهن ور وڪڙ يا گهنديءَ جي ڪري، ڪڏهن ڪڏهن درياهه جي پاڻيءَ جي سير، وچ درياهه جي بدران هڪڙي ڪپر سان لڳي ويندي آهي. انهيءَ ڪري اُتي درياهه جو پاڻي ايڏو اونهو ٿي پوندو آهي، جنهن ۾ ونجهه يا اولي هڻڻ ممڪن نه ٿيندي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ هوا درياهه جي بيٺي ڪپ يا مخالف ڪنڌيءَ کان لڳڻ شروع ٿيندي آهي ته درياهه جو سير ۽ تيز وهڪرو ٻيڙيءَ يا ڪنهن به ٻيءَ ترندڙ شيءِ کي ڌڪي وجهي زور سان ڪپر سان ٽڪرائيندو آهي. جنهن طرف کان هوا ايندڙ هوندي اُنهيءَ طرف کي مٿار چئبو ۽ درياهه جي ڪپر واري سير کي 'جهول' يا 'اڇهوڙ' چئبو.

**اُڇ:** هڪ قديم تاريخي ۽ اسلامي اهميت جو شهر جيڪو بهاولپور کان ڏکڻ-اولهه پاسي 38 ميلن جي مفاصلي تي پنجند جي ميلاپ واري هنڌ واقع آهي.

سنڌ جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان خبر پوندي ته پنجاب جا ڪافي علائقا سنڌ ۾ شامل هوندا هئا. جنهن ۾ ملتان جو علائقو ۽ اُڇ به شامل هئا.

اُڇ جو اصل نالو 'اسڪلندا' هو پر اُن جي زمين جي اوچائي ۽ مٿانهينءَ هئڻ ڪري هن کي 'اُڇ' چوڻ لڳا. هتي هڪ قلعو ۽ وڏي ايراضيءَ ۾ قبرستان پڻ هو جنهن ۾ گهڻائي بزرگ دفن ٿيل آهن.

تاريخدانن جي راءِ موجب هيءُ شهر 550 ق. م ۾ آباد ٿيو. سڪندر اعظم هندستان تي حملي وقت هتي ترسيو هو. محمد بن قاسم جڏهن سنڌ کي فتح ڪيو ان وقت هيءُ شهر سياسي، معاشي ۽ تهذيبي لحاظ کان بي مثال هو. محمود غزنويءَ جي حملي کان پهرين اُڇ شهر سنڌ جو هڪ صوبو هو ۽ هتي هندن جي حڪومت هئي. محمود غزنويءَ جي فتح کان پوءِ هيءُ شهر مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ نيٺ مغل حڪومت جو حصو بڻيو. 370هه/980ع ۾ حضرت سيف الدين گازروني اُڇ شهر ۾ آيو ۽ اسلامي تعليم جو هڪ وڏو مدرسو قائم ڪيائين. جنهن ۾ هڪ ئي وقت اڍائي هزار شاگرد تعليم وٺندا هئا. سلطان شهاب الدين غوري هن اداري جو پهريون سرپرست هو. ڪانئس پوءِ غوري بادشاهن اُڇ شهر کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. غوري حڪومت جي زوال سان اُڇ جو به زوال آيو. منگولن جي حملن وقت گهڻن عالمن ۽ فاضلن هجرت ڪري اُڇ جو رُخ ڪيو ۽ هتي اچي رهيا. جيتوڻيڪ منگولن هن شهر کي ڪيترائي ڀيرا تباهه ڪيو پر هن شهر جي اهميت ۾ ڪوبه فرق نه آيو. همايون جي دور ۾ هيءُ شهر مغلن جي ماتحتيءَ ۾ آيو ۽ اوج تي پهتو. پر اورنگزيب عالمگير کان پوءِ اُڇ جي اهميت گهٽجڻ لڳي. رنجيت سنگهه هن شهر تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام رهيو. البت بهاولپور جي عباسين اُڇ شهر کي پنهنجي رياست ۾ شامل ڪيو.

اُڇ ولين ۽ درويشن جو شهر آهي. بخارا جو سيد جلال الدين بخاري سرخ پوش، سندس پٽ سيد احمد ڪبير بخاري ۽ پوٽو مخدوم جهانيان جهان گشت، مخدوم راجو قتال بي بي جيوندي، حضرت بهاول حليم، حضرت بندگي محمد غوث جهڙن صوفي اڪابرن جا مقبرا به هن شهر ۾ آهن. ملتان جي گورنر سلطان لنگرخان جي ڌيءَ جو مقبرو به هتي آهي.

اُڇ، ملتان پرڳڻي جي وڏن ۽ مشهور شهرن مان آهي. راءِ سهاسيءَ جي راڄ



۾، ستن وڏن شهرن ۾ مضبوط قلعا هوندا هئا. جن مان هڪ اُڇ ۾ به هو، جيڪو پوءِ ڊهي ويو. هن شهر ۾ ست مشهور ڳوٺ هئا. پر هاڻي انهن مان باقي ٽي وڃي بچيا آهن. جيڪي هي آهن: (1) ڳوٺ اُڇ مخدوم جهانيان: هتي مخدوم جهانيان جهان گشت جي درگاهه آهي ۽ هن جا مريد ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. تنهن ڪري هن تي اهو نالو پيو (2) ڳوٺ اُڇ مغليا: هتي مغلن جي گهڻي آبادي آهي. انهيءَ ڪري هن تي اهو نالو پيو (3) ڳوٺ اُڇ گيلاني: هن ڳوٺ ۾ وڌي حضرت عبدالقادر جيلانيءَ جي نسل مان پير ۽ مريد رهن ٿا. ان ڪري اُڇ 'گيلاني' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

1981ع جي آدم شماريءَ موجب اُڇ شهر جي آبادي لڳ ڀڳ پندرهن هزار هئي. هتان جي ويجهي ريلوي اسٽيشن احمدپور شرقيه آهي. جيڪا اُڇ کان 12 ميلن جي مفاصلي تي آهي. 8 جولاءِ 1975ع تي هن شهر کي سب ڊويزن جو درجو ڏنو ويو.

مٿي ذڪر ڪيل درويشن کان سواءِ هتي ڪجهه ٻين بزرگن جا به مقبرا آهن. جن ۾ اُڇ جي حاڪم سيد عبدالحميد بن جعفر، مخدوم شيخ عبدالقادر ثاني (جيڪو وڏو عالم، فاضل ۽ پيران پير جي اولاد مان هو). شيخ ابراهيم خليل فدا ۽ سندس پٽ گنج بخش شاهه شامل آهن. هتي اسماعيلي داعي، پير صدرالدين جي فرزند پير حسن ڪبيرالدين عرف حُسن درياءُ جي درگاهه به آهي. چچ نامي جو مترجم علي ڪوفي به ڪجهه وقت اُڇ شهر ۾ سڪونت پذير هو.

**آڇَ:** ٽنڊي باگي تعلقي ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ. ٽنڊي باگي کان چئن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن ڳوٺ جي مشهور شخصيت پير علي بهادر شاهه

آهي. جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به رهندو آيو آهي. هيءُ ڳوٺ درگاهه شاهه ظريل کان ٻه ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. ميين موسيٰ ۽ شيخ پريي جون درگاهون به هتان ڇهن پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهن. ريلوي اسٽيشن ٽلهه کان به هتي پهچي سگهبو آهي. ٽنڊي محمد خان تعلقي ۾ ”اڄ“ جي نالي سان هڪ ڍنڍ به آهي.

**اڇا ڳل ڳاڙها وار** (ڪتاب): سنڌ جي نامور خاتون ڪهاڻيڪار سنڌري اُتمچنداڻيءَ جي ڪهاڻين جي ڀهرئين مجموعي ”اڇا ڳل ڳاڙها وار“ ۾ ڏهه ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جو ڀهريون توڙي ٻيو ڇاپو ٿئين دنيا پبليڪيشن بمبئيءَ (ڀارت) پاران ڇپيو ويو آهي. ڪرائون سائيز جي 114 صفحن تي مشتمل ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مارچ 1983ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي رواجي جلد جي قيمت ست رپيا رکيل آهي.

**اڄ ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي تعلقي شاهه ڪريم بلڙي ۾ واقع ٽنڊي محمد خان کان جماري طرف ويندڙ رستي جي ڪاٻي پاسي سنڌڙوءَ جي ساڄي ڪپ تي ملاڪاتيار شهر ويجهو آهي. هن ڍنڍ کي ميران شاخ مان پاڻي مهيا ٿئي ٿو جيڪا پنجاري واهه مان نڪري ٿي. هن ڍنڍ ۾ مڇي جام مرندي آهي ۽ سياري ۾ تمام وڏي تعداد ۾ پکي پنهنجو ديرو ڄمائيندا آهن.

**آڇرو**: هڪ قسم جو ٻسارڪو وڪر نوشادر. اُتر طرف اُن کي ’اڇڙو‘ به چون.

**اڇڙو ٿر**: سنڌ ۾ ٿر ريجن (ٿرپارڪر) جنهن جي پکيڙ ٻاويهه هزار (22000) چورس ڪلوميٽر ۽ ٽيون نارا ريجن (اڇڙو ٿر) جيڪو ٽيويهه هزار (23000) چورس ڪلوميٽرن ۾ ڦهليل آهي. صدين کان وٺي نارا ريجن کي مقامي ماڻهو اڇڙو ٿر ڪري سڏن. اڇڙو ٿر سنڌ جي پنجن ضلعن سانگهڙ، نوابشاهه، خيرپور، سکر، گهوٽڪي کان وٺي هندستاني سرحد تائين ڦهليل آهي. هي ٿر ايراضي جي لحاظ کان، ٿر ريجن (ٿرپارڪر) کان وڏو آهي.

**پيهڪ**: اڇڙي ٿر جون حدون عمرڪوٽ ۽ هٿونگي واري پاسي کان شروع ٿي گهوٽڪيءَ وٽان گذرنديون، وڃي پنجاب جي صوبي سان ملن ٿيون. جنهن جي اڳيان بابا فريد جو چولستان ڪيس پليڪار ڪري ٿو. اهي جڏهن چولستان ۽ ٿر ريجن (ٿرپارڪر) جي وچ واري ريگستان کي ”اڇڙو ٿر“ سڏجي ٿو.



راٺيچند هريجن اڇڙي ٿر لاءِ لکيو آهي ته ”اڇو ٿر هن ۾ عمرڪوٽ تعلقي جو اترين ڪنارو ۽ کپري تعلقي جو اتر اوڀر وارو پاڳو اچي وڃي ٿو ۽ اڳتي خيرپور رياست ۽ جيسلمير تائين ڊنگ اٿس. هن کي پوٺ ۽ ويٺا به چوندا آهن. هتي آبادي گهٽ ۽ ماڻهن جي بستي ڇڙي آهي“. هو وڌيڪ لکي ٿو

ته ”زمين اڃان مائل واريءَ ۽ پوکي لائق نه هئڻ ڪري هن کي اڇڙي ٿر جي نالي سان وڌيڪ سڃاتو وڃي ٿو (2). ٿر جي ان حصي کي مڪاني طرح اڇڙو ٿر (White desert) ان ڪري چيو وڃي ٿو ته ان علائقي جي واري بلڪل سفيد ٿئي ٿي. جنهن ۾ Silt ۽ Clay جا جزا تمام گهٽ آهن. جيڪڏهن واريءَ کي مٺ ۾ بند ڪبو ته واري اصل هٿ ۾ نه بيهندي، پر پاڻي جيان، هٿ مان وهي ويندي. ان ڪانسواءِ هن ۾ Plasticity ۽ Elasticity جهڙن خاصيتون نه هئڻ برابر آهن. هن واريءَ ۾ پاڻيءَ کي روڪڻ جي صلاحيت به نه هئڻ برابر آهي. مطلب ته هن جا تهه Permeable آهن. ٻي معنيٰ ۾ ٻوٽن کي پاڻ هئڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. ساڳي وقت ٻوٽي کي ريج نه ملڻ ڪري والا ويجهه جو موقعو نه ٿو ملي. هتان جي واري هلڪي ۽ ٻوري هئڻ ڪري، هوا ۾ گهڻو اڏامي ٿي جنهن سبب ماڻهن کي رهائش توڙي پوکي راهي ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي.

ان جي بنسبت ٿر ريجن (ٿرپارڪر پاسي) واري مٽيءَ ۾ Silt ۽ Clay جو تناسب وڌيڪ هئڻ ڪري، وسڪاري ۾ زمين زرخيز ٿيو پئي. اتان جي مٽي پڪي Impermeable هئڻ سبب پاڻي ايترو جلد هيٺ نه ٿو هليو وڃي. ٻوٽي کي پاڙ هئڻ ۾ سولائي ٿي ٿئي. ان ڪري وسڪاري ۾ ڪجهه ٽڪرا ٻني ٻاري لاءِ ملي وڃن ٿا.

پٽ جي ساخت: اڇڙي ٿر جي ڀٽن جو سلسلو ساموندي لهرن جيان، گهڻو ڪري اتر ۽ ڏکڻ طرف روان دوان آهي. انهن ڀٽن جي وچ وارو فاصلو يا ڏهر تمام سوڙها آهن. ائين لڳندو آهي ته ڀٽون ڄڻ هڪ ٻئي سان ٻاڪر پايون بيٺيون آهن. ماڻهو هڪ ڀٽ چڙهي ڊنگ ڪندو ته ٻي سامهون ڪر ڪٽيون بيٺي هوندي. انهيءَ ڪري انهن جي اڏڪڻ ۽ ٽوڪن تي لهڻ چڙهڻ نهايت مشڪل آهي. خاص ڪري ڀٽ جي اتر طرف کان مٿي چڙهڻ بنسبت ڏکڻ جي.

ڪيپٽن اي. اين ريڪس ٿر جي ڀٽن لاءِ لکي ٿو ته ”ڀٽن جي واري تمام سنهڙي ۽ صاف آهي. منجهس ڪجهه واريءَ جا پرٽا ڳوڙها به هوندا آهن. ان ايراضيءَ جي مڻاڃري جي صورتحال اهڙي آهي جو ائين لڳندو، ڄڻ قدرتي ڌڏڻ يا زمين جي اندروني آنڌولن ڪري ڀٽون، مٿي اُڀري آيون آهن. ٿر ۾ گهاڙ کي نيون شڪليون ۽ صورتون پئي ڏينديون، پر ان هوندي به ٿر جي ڀٽن جي ترتيب واسطي واءُ ايترو قدر ذميوار نه آهي. اڇڙي ٿر ۾ سفر ڪندي، جڏهن ڪنهن به ڀٽ جي ٽونڪ تي پهچبو ته اهو گمان ٿيندو آهي ته اها ڀٽ سڀ کان اتاهين آهي. پر جيئن سفر ڪبو وجبو تيئن ويران ڀٽن جو هڪ اڻ ڪٽ سلسلو روان دوان ملندو.

1943ع ڌاري جڏهن چارلس نيپئر پنهنجي 350 آنرش سپاهين سان گڏ مير رستم خان ٽالپر جو پيڇو ڪندي، هن علائقي ۾ آيو هو ته ان وقت جا تاريخدان اڇڙي ٿر جو احوال ڪندي لکن ٿا ”انهيءَ ملڪ جي ويراني عجيب ۽ غريب هئي. جنهن وچان اهي لنگهي رهيا هئا. واريءَ جا اُوچا ڏڙا، سوين ميلن تائين اتر ۽ ڏکڻ طرف هڪ ڪري، مفاصلي تي متوازي بيٺل ٽڪرين جي قطارن ۽ ماٿرين وانگر چوٽين وٽان گول ۽ ڏاڍي يڪسانيت سان اهڙي طرح لهرن جي شڪل اختيار ڪري بيٺا هئا. جيئن سمنڊ جي ڪناري تي آيل ماٺي وير کان پوءِ واريءَ ڪناري تي لهرن جا نشان رهجي ويندا آهن. اهي واريءَ جا پهاڙ جيڪي اوچائي، ويڪرائي ۽ گهرائي ۾ هڪ ٻئي کان مختلف هئا. هڪ ٿي نموني جو يڪسان منظر پيش ڪري رهيا هئا. پر انهن مان ڪجهه جڏهن ته هڪ ميل ويڪرا هئا ۽ ٻيا ڏهن ميلن کان به وڌيڪ ويڪرا هئا. جي هيٺ پرا وارا هئا. جو ٽوين کي ماڻهو گهلي ٿي مٿي چڙهي سگهيا.“ اڪثر ماڻهو ٿرپارڪر واري ٿر ۽ اڇڙي ٿر کي جاگرافيائي ۽ طبعي

طور هڪ جهڙو تصور ڪن ٿا. پر ٿرپارڪر واري پاسي جي زمين پڪي، وسيع ڍَهه، ميلن تائين ڦهليل سرسبز ۽ دلڪش هوندا ۽ هرياليءَ من کي راحت ڏيو ڇڏي. پر اڃڙي ٿر جي زمين پوري ڀُٽيل ڍَهه، ميلن تائين رڳو رڃ ۽ سڃ ٻٽي واڪا ڪري. هن ويران بيابان ۾ نه ماڻهو نه ئي ساوڪ ۽ سرهاڻ نظر ايندي.

**اڃڙي ٿر جا درياهي وهڪرا:** تاريخ ۾ اڃڙو ٿر به ڪنهن زماني ۾ سرسبز ۽ ساوڪ وارو ديس ٻڌايو ويو آهي. جو جو اوائلي زماني ۾ هن خطي ۾ به ڪيترن درياهي وهڪرن جو ذڪر ملي ٿو موجوده دور ۾ به انهن مان ڪن درياهي



وهڪرن جا نشان نظر اچن ٿا. پر ڪافي درياهن جا پنڌ ۽ پيچرا رڻ ۾ رلي ويا آهن ڪتابي دنيا ۾ هن علائقي مان هاڪڙو، سرسوتي، ريڻي درياهه جي موجن جو احوال ملي ٿو

منگهارام اوجها ٻڌائي ٿو ته ”جڏهن ڪڇ جو رڻ سمنڊ هو، تڏهن سنڌو ندي جي هڪ شاخ ”هاڪڙو“ نالي پنجاب مان نڪري امرڪوٽ جي اوڀر طرف وهي، ٿنگرپارڪر وٽان ٿي، ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. ان جو ٻيو نالو ”وهندو“ هو. جيڪي هاڪڙي جون شاخون هيون، اهي سڀ وڃي سنڌونديءَ ۾ پونديون هيون. هاڪڙو تمام قديم ندين ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي. راماڻ واري زماني ۾ به هاڪڙو ندي هلندڙ هئي. ابو الفضل، ”آئين اڪبري“ ۾ ”تاڊ راجستان“ ۾ هاڪڙي بابت اشارا ڏنا آهن“. ڪي ماهر هاڪڙو درياهه جو پراڻو نالو سرسوتي ٻڌائن ٿا. جيئن احمد غزالي لکي ٿو ”جاگرافيائي تقسيم مطابق درياهه هاڪڙو سنڌ ۽ هند جي وچ ۾ سرحد جو ڪم ڏيندو هو هي درياهه سابق رياست بهاولپور کي ڏکڻ اوڀر رياست بيڪانير ۽ جيسلمير کان جدا ڪندو هو ۽ اترين سرحد ته واضح طرح هن جي مرهون منت هئي.ان درياهه جو پراڻو نالو سرسوتي هو ۽ وادي سنڌ جي ستن درياهن مان هڪ هو“ هو اڳتي سرسوتي درياهه لاءِ ٻڌائي ٿو ته ”تقريباً چار هزار قبل مسيح جي ڳالهه آهي ته صحرائي چولستان جي وچ ۾ درياهه سرسوتي موجون هڻندي گذرندو هو اهو درياهه اڄ به هاڪڙو جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو ڪن قديم مذهبي ڪتابن ۾ سرسوتي درياهه جو ذڪر آيو آهي ته ”شروعات ۾ آريا هاڪڙا کي سرسوتي جي نالي سان سڏيندا هئا. سرسوتي جو ذڪر ويد، پراڻ ۽ مهاڀارت ۾ ملي ٿو جيڪي 1000Bc کان 200Bc جي وچ ڌاري لکيا ويا.“

هن علائقي ۾ اُن وهڪرن جي ڇاڙيل هڪ ”پورچند“ ڍنڍ به آهي، روايت آهي ته حضرت نوح جي ٻيڙي اتي اچي لنگر هنيو هو

**اڇوت:** هندن ۾ 4 مکيه ذاتيون يا ورڻ آهن برهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر. برهمڻن کي اعليٰ يا اُچي ذات سمجهيو ويندو آهي ۽ شودرن کي گهٽ ذات جي ڪي اُچي ذات وارا ڇهڻ به پاپ سمجهندا آهن. ان ڪري مٿين ذات وارن هندن، گهٽ ذات وارن هندن کي اڇوت سڏيو پر اڇوت حقيقت ۾ هندو نه آهن. اهي برصغير جا اصلوڪا رهاڪو ۽ ڪجهه وقت آزاد حڪمران هئا. هڪ نظريو آهي ته آرين جي اچڻ سان انهن جون حڪومتون ناس ڪيون ويون ۽ ڪين غلام بنايو ويو ۽ سندن حق کسيا ويا ۽ حياتيءَ جي هر شعبي ۾ ذليل ڪيو ويو. اينٽيلدر جو اڇوت جو پاڇو پوڻ به پاپ سمجهيو ويندو هو. مهاتما گانڌيءَ، اڇوتن کي ’هريجن‘ (يعني خدا يا هريءَ جا ماڻهو) جو لقب ڏنو ۽ سندن حقن لاءِ ڪوشش ڪئي.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پاڪستان حڪومت سمورين اقليتن کي تسليم ڪندي سندن حق برابر رکيا آهن پر سماج ۾ ڪٿي ڪٿي اڃا به انهن سان مت ڀيد رکيو وڃي ٿو

**اڇو جيرو:** جيري جو هڪ قسم، جيڪو پسارڪي وکر طور ڪم اچي. ان کي اردوءَ ۾ ’ذيره‘ چون ٿا. هڪ خوشبودار ميراڻجهڙي رنگ جو ٻج آهي. جنهن لاءِ



حڪيمن جو چوڻ آهي ته ان کي گهوٽي پيارڻ ته پيشاب جاري ڪندو آهي ۽ رت جي جوش کي گهٽائيندو آهي ۽ ٻين به ڪن بيمارين ۾ ڪم ايندو آهي. هيءُ عام رڌڻي ۾ مصالحي طور پڻ استعمال ٿيندو آهي

**اڇو ويسر:** دنيا ۾ هن مهل تائين پيدا ٿيل ڪنهن به جانور کان وڏي ۾ وڏو جاندار اڇو ويسر آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Blue Whale چئجي ٿو ان جو سائنسي نالو Balaenoptera musculus آهي. اڇي ويسر جي ڊيگهه 33 ميٽرن (110 فٽ) کان مٿي ۽ وڌ ۾ وڌ وزن 190 ٽن رڪارڊ ڪيو ويو آهي. پر هن جي سراسري ماپ ڪافي گهٽ آهي. هن ويسر جون ٽي ضمني جنسون آهن. جن مان Badenoptera brevicauda يعني ننڍو اڇو ويسر به ڏاکڻي اڌ گول جي استوائي پاڻين ۾ رهي ٿو اڇو ويسر ڏسڻ ۾ Sei ويسر جهڙو آهي. ان ڪري عام ماڻهو ان ۾ فرق نه ڪري سگهندا آهن. اڇو ويسر اونهي پاڻيءَ ۾ رهي ٿو پر اونهين ڪنڌين تائين به اچي سگهي ٿو ان جو تعداد هن وقت دنيا ۾ 10 کان 15 هزار آهي ۽ ان کي خطري واري لسٽ ۾ به شامل ڪيو ويو آهي. هي ويسر سرمائي نيرو ٿئي ٿو جنهن تي هلڪي رنگ جا هلڪا داغ هوندا آهن. جاڙيءَ کان ڳچي ۽ سيني تائين هلڪو سرمائي ٿئي ٿو ان حصي تي ڳچيءَ وارا گهنج 55 کان 88 هوندا اٿس. ڪاپار ۾ وڏيون ناسون، ڊگهو نوڪدار ۽ شاهي وات، واڇن جي آخري ڇيڙي لڳ ننڍيون ڊگهڙيون اکيون ٿينس ٿيون. ڦڻگن جي ڊيگهه عام طور جسم جي ستين حصي برابر ٿئي ٿي. پٺيءَ جي پوئين حصي ۾ ننڍڙو نالي ماتر ڦڻگ ٿئي ٿو پوڇ ٿلهڙي ۽ پڇ وڏو ويڪرو ۽ به ڦاڪو هوندو اٿس. ٻنهي ڦاڪن جي جوڙ وٽ هلڪڙي ڪَڙ ٿئيس ٿي. اڇي ويسر جو ٻچو ست ميٽر (23 فٽ) ٿئي ٿو جنهن جو وزن 2.5 ٽن هوندو آهي. هي ويسر عام طور اڪيلو، جوڙيءَ ۾ پنجن ڇهن جي ٽوليءَ ۾ يا وري ڪڏهن غذائي

علائقن ۾ وڏيڪ تعداد ۾ ڏسبو آهي. ويسر سڄي دنيا ۾ لڀي ٿي ته پلاڻ نه ڪندو آهي پر هندي وڏي سمنڊ جي اترئين حصي ۾ (عربي سمنڊ سميت) سڄو سال نه ٿي سگهي ٿو.

اڇو ويسر پاڻيءَ کان هيٺ پنجن کان 20 منٽ رهندو آهي. (وڌيڪ نه رهي



سگهي ٿو) ۽ پوءِ ساهه خارج ڪرڻ لاءِ سطح تي ايرندو آهي ۽ پوءِ کان ڇهه منٽ هر 10 کان 20 سيڪنڊن تائين تقريبن 20 کان 40 فٽ اوچو ڦوهارو ڇڏيندو آهي. ويسر 150 ميٽر (500 کن فٽ) تائين تهي ڏئي ٿو پر ان کان نه وڌيڪ وڃي سگهي ٿو جيڪڏهن ان جو پيڇو ڪجي ته ان جي رفتار 30 ڪلوميٽر في ڪلاڪ تائين ٿي سگهي ٿي. ته تہ عام طور تمام گهٽ آهي. ويسر عام طور شام جو يا صبح سوير شڪار لاءِ نڪرندو آهي. ننڍا ويسر پاڻيءَ جي سطح تي ٻاهر نڪري جسم کڻي 45 درجن جي زاويي سان پاڻ کي پاڻيءَ تي ڇڏيندا آهن. اهڙا شايد وندر اٿن.

**اڇي پڇ وارو لومڙ:** 30 کان 35 انچ جسامت واري هن صحرائي لومڙ جو پڇ فٽ کان ڏيڍ فٽ جو هوندو آهي. اهو آسٽريليا، ايشيا، يورپ ۽ اتر آمريڪا جي صحرائن، ٻيلن ۽ جبلن ۾ جتي ڪٿي لڀي ٿو. سنڌ جي خشڪ ۽ واريءَ واري علائقن ۾ پڻ ملي ٿو. ان جي پٺي ۽ پڇ جو رنگ ڳاڙهو سرمائي يا ڳاڙهي کان سرمائي تائين هوندو آهي. پڇ ٿلهو ڀُنڊدار ٿيس ٿو جنهن جي چوٽي اڇي هوندي آهي.



صحرائي لومڙ جوڙيءَ ۾ ۽ ڄڻن ناهي رهي ٿو رات جو نڪرندو آهي. جيت،

ٽانگ ۽ ڪوئا سنڌس خاص شڪار آهن. اڪثر ٻڪي ۽ سها نه ماري کائيندو آهي. رات ۽ ڏينهن شڪار جي کوج ۾ رهي ٿو ڪي ميوا نه کايو وڃي. مادي پيٽ ۾ 50-55 ڏينهن ٻچو رکي ٿي ۽ هڪ وقت ۾ ٽن کان ٻارهن ٻچا ڏئي ٿي. لومڙ شڪار جو پيڇو ڪري ان کي ٽڪائي ٽڪائي ماريندو آهي ۽ پوءِ ان کي رات ۾ کلي کنهن محفوظ جاءِ تي وڃي کائيندو آهي. بچيل گوشت لڪائي دٻائي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ يادداشت جي سهاري ڳولي ڪڍي کائيندو آهي. هي لومڙ سڄي دنيا ۾ خاص ڪري ٿڌن ملڪن ۾ پنهنجي نرم پشم سبب گهڻو شڪار ٿئي ٿو.

**اڇي پيٽ وارو چمڙو:** هن چمڙي جا ٻه قسم آهن. ٻهريون قسم سنڌ ۾ عام ٿئي ٿو ۽ ان جو قد گهڻو ڪري ننڍڙو ٿئي. اُن جي جسم جو رنگ مٽيان پيلو يا ڀورو ۽ هيٺان اڇو يا گهڻو ڪري اڇو ٿئي ٿو. سنڌس پرن جا ڪنارا پڻ اڇا ٿين ٿا ۽ انهن جي وچ ۾ اڇيون ليڪون نه ٿين ٿيون. هيءُ چمڙو اڪامڻ ۾ ننڍڙي چمڙي وانگر آهستي اڏامي ٿو. هن جي مادي هڪ ئي وقت ۾ ٻچا ڄڻيندي آهي. هيءُ چمڙو سنڌ ۾ گهٽ ٿيندو آهي. هن چمڙي کي پرن ۾ وڏيون ٿلهيون ٿينديون آهن.



جيڪي نر ننڍڙي مادي‌ءِ يعني ٻنهي جنسن ۾ موجود هونديون آهن. سنڌس پوڻاڙي تي وار ڪونه ٿين. پر پڇ جي پوئين حصي تي ڇدا ۽ ڏکيا وار ٿين ٿا. هن قسم جا چمڙا، مختلف رنگن، جهڙوڪ اڇي ۽ ڪاري رنگ جا ٿين ٿا. ڪن کي اڇا چٽ نه ٿين. هيءُ چمڙو ڏينهن جي وقت غارن ۽ جاين ۾ رهندو آهي ۽ بدبوءِ پيدا ڪندو آهي.

**اڇي مک:** هڪ قسم جو جيت. پوک تي ويهندو آهي ۽ سنگن، ڳلن يا ٻور کي نقصان پهچائيندو آهي. دنيا ۾ اڇي مک جا 1200 قسم آهن. جن مان صرف 15 قسم اهڙا آهن. جيڪي انسان ذات جي لاءِ نقصان جو سبب بڻجن ٿا. اڇي مک جا پاڪستان ۾ 104 ۽ سنڌ ۾ 50 کان مٿي ميزبان ٻوٽا آهن. اڇي مک، جيڪا فصلن لاءِ وبا جي شڪل اختيار ڪري وڃي آهي. ان جي وڌڻ جا هيٺيان سبب آهن: (1) ميزبان ٻوٽن جي فصل ۾ يا فصل جي ڀرسان موجودگي ۽ ميزبان ٻوٽن بابت ڄاڻ نه هئڻ. (2) ٻوريا ٻاڻ جو وڌيڪ ڏيڻ. (3) شروعات ۾ ئي لڳاتار زرعي زهريلي دوائن جو ڦوهارو ڪرڻ ۽ (4) اڇي مک جي زندگيءَ جي چڪر جي ڄاڻ نه هئڻ سبب صرف بالغ اڇي مک لاءِ زهريلي زرعي دوائن جو ڦوهارو ڪرڻ.

(1) ميزبان ٻوٽا اڇي مک لاءِ پناهگاهه آهن. جيڪي سنڌس وڌ ويجهه ۾ مدد ڏين ٿا. مثلاً: واڱڻ تي اڇي مک جي نسل جي واڌ ٿوري وقت ۾ گهڻي ٿئي ٿي. ٽنڊو ڄام جي جيتن واري شعبي جي هڪ مطالعي مطابق اڇي مک جا هيٺيان ميزبان ٻوٽا معلوم ڪيا ويا آهن: ٻوڙي، ٿوريس، سرنهن، ڄانبو، ڪينولا، سورج مکي، مڱ، هيرڙ، برسيم، مڪئي، جنتر، ٽماٽا، ڪمند، سهوري (مانجهاندڙي)، سفيدو (بيدمشڪ)، گوار، مرچ، ڀينڊي، توري،



ڪريلا، ونگا، واڱڻ، اربي (ڪچالو)، گل گوبي، ٽماٽو، چوڙرا، موري، ميها، جهنگلي پالڪ، (گند گاهه)، ناڙو، سنجهي، ابوٽلان، ڪانديري، پَٽ ڪاسني، ڪانپيرو (پٽ پيرون)، جهل ڌاتورو، اڪ، چاٽنا روز، گل خيرو، نڪوتيشيا، ڪرم ڊولا، ڊيليا فلاور، مٺو فلاور، موتيو، ميندي، سنهالو، شريل، ٽالهي، ديوي، ليمون، زيتون، پير، سلاد ۽ مسور وغيره.

(2) بوريا ياڻ جي وڏي وجهه جي ڪري بوٽن ۾ سائو مادو گهٽجي تعداد ۾ پيدا ٿئي ٿو، جنهن جي ڪري اڇي مک، سنڌس بچا ۽ سوبٽ (پيوپا) رس چوسي گهٽي تعداد ۾ واڌ ڪن ٿا.

(3) شروعات ۾ ٿي زهريلين زرعي دوائن جي ڦوهاري ڪرڻ سان انسان جا دوست جيت (فائديمند جيت) جهڙوڪ سائي رنگ وارو پوپٽ، اوريس ۽ ڪوريٽڙو وغيره مري وڃن ٿا، جنهن ڪري اڇي مک کي ناس ڪرڻ مشڪل ٿيو پوي، لڳاتار ڦوهاري ڪرڻ سان پڻ اڇي مک ۾ قوت مدافعت پيدا ٿيو پوي، جنهن ڪري ضابطو آڻڻ تمام گهڻو ڏکيو ٿيو پوي.

سنڌ ۾ اڇي مک جي جنس Bemisia tabaci انسان جي اهم فصلن جهڙوڪ: ونڊن، واڱڻ، ٽماٽن، پيندين ۽ گلن جو گهڻو نقصان ڪري ٿي. اڇي مک پنهنجي زندگيءَ جي شروعات بيضوي شڪل جهڙن بيضن سان ڪري ٿي، جيڪي هلڪا زرداڻ مائل سارا هوندا آهن. جن جو تعداد هر دفعي 30 کان 40 هوندو آهي. جڏهن بيضا ڦٽڻ وارا هوندا آهن ته بيضن جو رنگ ڀورڙو ڪارو ٿي ويندو آهي ۽ بيضن تي مٿان کان هيٺ ڏانئين ليڪ ظاهر ٿيندي آهي، جيڪو بيضي جي کل ٽوڙڻ جو نشان هوندو آهي. اڇي مک جو بچو (crawler) بيضي مان کل ٽوڙي ٻاهر نڪري، ڪاڏي جي گولا شروع ڪندو آهي. ياڻ زرداڻ مائل ڳاڙهسرو، بيضوي شڪل جو هوندو آهي. ۾ سنڌس جوڙاري ڪنارن تي ايا ٿيل وار هوندا آهن. ڪجهه وقت ڏانئين پنن تي ريڙهيون پائيندو آهي ۽ پوءِ پنهنجو سونڊ نما وات پنن ۾ اندر داخل ڪري، رس چوسڻ شروع ڪندو آهي ۽ اتي ئي ٻئي مرحلي ۾ اچي ويندو آهي. جتان پوءِ ٻن ٽن ڏينهن بعد ٽئين مرحلي ۾ اچي ويندو آهي.

هنن ٻنهي مرحلن ۾ سنڌن شڪل بيضوي، هلڪي ساواڻ مائل هوندي آهي ۽ کين ٽنگون نه هونديون آهن. ٻنهي مرحلن وارا بچا سمورو وقت رس چوسيندا رهندا آهن ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ چوٿين مرحلي سوبٽ (پيوپا) ۾ پهچي ويندا آهن. پيوپا ڳاڙهاڻ مائل هوندو آهي ۽ سنڌس ڳاڙهين اکين جا نشان ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پيوپا (سوبٽ) پڻ پنن مان رس چوسيندو آهي. هن مرحلي دوران اڇي مک جا پر (کنڀ) پڻ ٺهندا آهن. پيوپا مان بالغ مک ٻن کان ٽن ڏينهن جي اندر نڪري، وري لڳ ڪري آنا لاهڻ شروع ڪندي آهي ۽ ائين وري پنهنجي زندگيءَ جو چڪر شروع ڪندي آهي.

**احاديث نبوي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف علي خان ابڙو آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 154 آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. سيد ملن شاهه حيدرآباديءَ استئنبرو پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1917 ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1919 ع ۾ ساڳي پريس مان ڇپيو. ڪتاب جو ٽيون ڇاپو پارت واسي پريس، حيدرآباد مان 1921 ع ۾ شايع ٿيو. چوٿون ڇاپو مدن لال پوڪرداس 1938 ع ۾ پارت پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان شايع ڪيو.

**احتشام الحق ٿانوي، مولانا:** ٿنڌي ڪند جو هڪ ممتاز عالم دين. 1915 ع ۾ ڪيرانه (يو پي) جي معزز گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. حضرت مولانا اشرف علي ٿانويءَ سان ذهني وابستگيءَ سبب 'ٿانوي' سڏائيندو هو. مولانا اشرف علي ٿانوي ۽ مولانا شبير احمد عثمانيءَ سان گڏ رهڻ سبب سياسي طور مسلم ليگ جو حامي ٿيو ۽ مسلمانن جي واعظ ۽ تدريس ذريعي خدمت ڪيائين. هن جو ريڊيو پاڪستان تان درس قرآن ڪافي عرصو جاري رهيو. ٿنڌي الهيار جي ديني مدرسي جو باني هو. مرڪزي جمعيت علماءِ اسلام ٿانوي گروپ جو سربراهه به رهيو. ايوب خان خلاف هلايل تحريڪ ۾ به حصو ورتائين. رويت هلال جي مسئلي تي ڪجهه وقت نظربندي به ڪاٽيائين. پيپلزپارٽيءَ جي دور حڪومت (ذوالفقار علي ڀٽي جو دور) ۾ رويت هلال ڪميٽيءَ جو چيئرمين رهيو. 1980 ع ۾ وفات ڪيائين.

**اُحد جبل:** هي عربستان جو هڪ مشهور جبل آهي، جيڪو حضرت هارون



جي تربت ۽ احد جي جنگ سبب مشهور آهي. احد جبل مديني کان اُتر طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن ئي جبل جي ڏاکڻي واديءَ ۾ 3هه/625ع ۾ مسلمانن ۽ قريشن جي وچ ۾ 'اُحد واري جنگ' لڳي هئي. جنهن کان پوءِ هيءُ جبل وڌيڪ مشهور ٿيو. هن جبل کي "جبل الرمان"، "جبل العين" يعني ٻن اکين وارو جبل به چوندا آهن. پهريون نالو ان ڪري پيس جو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم هن ٽڪريءَ تي احد واري جنگ ۾ تير انداز مامور ڪيا هئا ۽ ٻيو نالو شايد ان ڪري پيس جو هن جبل جي اُترئين دامن ۾ ٻه چشما موجود آهن. هن جبل جي ڊيگهه 3 ميل آهي ۽ هتي حضرت حمزه جي قبر به موجود آهي.

**اُحد جي جنگ:** جنگ بدر کان پوءِ نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي وڏي جنگ شوال 3 هه/ 23 مارچ 625ع ۾ لڳي، جنهن جا ذميدار قريش هئا، جن بدر واري جنگ جو بدلو وٺڻ لاءِ حملو ڪيو هو. نبي سڳوري جن ستن سؤن اصحابين سان دفاع ڪيو. قريش ٽن هزارن جي لشڪر سان گڏ الهندي طرف هئا. نبي سڳوري جن ٿنڌي ٽڪريءَ تي پنجاهه تيرانداز پهاري چڙهيا هئا ته جيئن اُهي اسلامي لشڪر جي حفاظت ڪن، ۽ کين تاڪيد ڪيائون ته ڪنهن به حالت ۾ پنهنجي جاءِ نه ڇڏين. قريشن پهرئين ئي حملي ۾ ڀاڄ کاڌي ته ياڻ سڳورن جا پهاريل تيرانداز به پنهنجي جاءِ ڇڏي ميدان ۾ لهي آيا. قريشن اهو ڏسي موٽي اچي، اُنهيءَ هنڌان مسلمانن جي لشڪر تي حملو ڪيو. جنهنڪري مسلمانن کي سخت مالي ۽ جاني نقصان پهتو ۽ خود نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن جا به ڏند مبارڪ به شهيد ٿي پيا.

**احدي جو پڙو:** هي ڏڙو ڪلهوڙن جي دور جو آهي ۽ ٿنڌي آدم تعلقي ۾ ديهه احدي، سنڌوءَ جي پراڻي وهڪري لهائي ڍوري جي ڪپ تي آهي. اٽڪل

جڏهن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي ۽ 5- 6 فوٽ اوچائي اٿس. دڙي تي ٺڪرين ۽ سرن جي ٽڪرن کان سواءِ ٻي ڏسڻ جهڙي ڪا به وٿ مٿاڇري تي نظر نٿي اچي. عوامي روايتن موجب احدي جوڻيجي جو آباد ڪيل شهر آهي، جنهن کي ڪلهوڙن مقرر ڪيو هو جو ظالم طبع هو ۽ روايت آهي ته سندس تڪرار لطيف سائين سان به ٿيو هو. دڙي جي ڪوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**احرام:** لفظي معنيٰ 'احرام ڪري ڇڏڻ'. حج يا عمري جي رسمن ادا ڪرڻ لاءِ ميقات (منزل) کان اڳ ۾ اڻ سبيل ڪپڙا اوڍڻ ۽ ڪن مباح ڪمن کان حج يا عمري ادا ڪرڻ کان اڳ پرهيز ڪرڻ. هڪڙي چادر سان گوڏ ٻڌڻ ۽ ٻي چادر سان



ٻنا ڍڪڻ ۾ مٿو اگهاڙو رهندو آهي. 'احرام ٻڌڻ' يعني عام لباس لاهي، رهنجي سهنجي ۾ اڻ سبيل ڪپڙا اوڍڻ اُن کان پوءِ حج يا عمري جي نيت ڪرڻ.

**احسان بدوي:** پروفيسر احسان بدوي، سنڌي ٻوليءَ جو بهترين اديب، شاعر ۽ نقاد هو. سنڌ جي مشهور اديب ۽ اهل قلم، پروفيسر لطف الله بدويءَ جو فرزند هو. هن جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو سلسلو سندس والد جي سرپرستيءَ ۽ تربيت ۾ شروع ٿيو.

احسان بدوي مارچ 1926ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. 1944ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، سي. اينڊ ايس. (چيلا سنگهه بچاج اينڊ سيٺلداس) گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

1946ع ۾، جڏهن ابا انٽر آرٽس ۾ هو، تڏهن سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي جيئن ته ان ڪاليج جو بمبئي يونيورسٽيءَ سان الحاق هو ان ڪري سنڌ حڪومت، پنهنجي اسڪالرشپ حاصل ڪرڻ وارن شاگردن تي زور رکيو ته اهي ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ تعليم حاصل ڪن ان ڪري ايس. ايم. ڪاليج، ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين. جتي وڏي محنت سان بي. اي آنرس فارسيءَ ۾، سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين.

تعليم دوران، شمس العلماء علامه دائودپوٽو ۽ آغا محمد يعقوب سندس مدد ڪندا رهيا. بي. اي پاس ڪري سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو ۽ اڳتي هلي سينيئر ڪلارڪ بڻيو. علم ۽ ادب سان چاهه هئڻ جي ڪري اردوءَ ۾ ايم. اي پاس ڪيائين. هو، پهريون سنڌي شاگرد هو جنهن اردوءَ ۾ ايم. اي ڪئي هئي. ان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ پڻ ايم. اي ڪيائين.

آخرڪار، پنهنجي شفيق استاد، پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه (اڳوڻي پرنسپال ايس. ايم. ڪاليج ڪراچي)، جي مشوري سان روينيو ڊپارٽمينٽ کي خيرآباد چئي، ايس ايم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ استاد جي حيثيت

سان داخل ٿيو جتي 15 سال خدمت ڪيائين.

احسان بدوي سنڌي ادبي سنگت سان به وابسته رهيو. تاليف ۽ تصنيف جي سلسلي ۾ سندس ڪتاب: (1) 'تنقيد ۽ تنقيدنگاري'، (2) 'دان ويسٽ'، (3) 'انقلاب جو فلسفو'، (4) 'منتخب ڪلام سانگي' (5) 'سانگي، فن ۽ شخصيت'. اهم آهن. سندس انداز بيان سليس، سادو، عمدو ۽ اثرائتو هو. هن هڪ ناگهاني حادثي جو شڪار ٿيندي، ڪراچيءَ ۾ 22 نومبر 1965ع تي وفات ڪئي.

**احسان جوڻيجو:** تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن هڪ ڳوٺ بکرا جوڻيجي نالي آباد آهي.

**احسان دانش:** احسان دانش 1974ع ڌاري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد پروفيسر بشير احمد 'شاد' آهي، جيڪو ادب ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ سٺو مقام رکي ٿو.



احسان دانش جو شمار سنڌ جي نوجوان شاعرن ۽ اديبن ۾ ٿئي ٿو. سندس شاعري من موهيندڙ آهي. غزل تمام سٺا لکيا اٿس. نعت ۽ وائيءَ تي پڻ طبع آزمائي ڪئي اٿس. هن مختلف موضوعن تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا به لکيا آهن. هيئنر سچل ادبي سوسائٽي، لاڙڪاڻي جو پريس سيڪريٽري آهي. لاڙڪاڻي جي شخصيتن تي "ويل نه وساريم" (2008) نالي ڪتاب ترتيب ڏنو اٿس.

**احسان علي:** احسان علي ڪافي گو شاعر هو. جنهن جو ڪلام خوشيرام فقير 'سوڍائيءَ' جي بياض (1881ع ۾ لکيل) ۾ شامل آهي. هي، درويش سچل سائينءَ جو وڏو محبتي هو.

**احسان علي شاهه:** ناميارو وڪيل ۽ تعليمدان. سيد احسان علي شاهه ولد مظفر علي شاهه 5 نومبر 1925ع تي ميين جي ڦين لڳ، هيرآباد، حيدرآباد ۾ ڄائو.



پاڻ سنڌي مرثيه جي باني سيد ثابت علي شاهه جي اولاد مان آهي. شروعاتي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، 1943ع ڌاري، نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ ڪيائين. بعد ۾ انٽر ايس. ايم. ڪاليج مان 1946ع ۾ ڪيائين. ساڳئي ڪاليج مان بي. اي ۽ ايس. ايم. لا ڪاليج ڪراچيءَ مان 1950ع ۾ ايل. ايل. بي ڪيائين. جنهن کان پوءِ 1964ع ڌاري، اسلامڪ ڪلچر ۾ ايم. اي ڪيائين.

نوڪريءَ جي شروعات صحت ۽ تعليم کاتي ۾ اسسٽنٽ ۽ سپرنٽينڊنٽ جي حيثيت سان، 1955ع کان ڪيائين. ان کان پوءِ ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليمي بورڊ حيدرآباد ۾ ڪنٽرولر، سيڪريٽري ۽ چيئرمين جي عهدن تي رهيو. 1982ع کان 1984ع تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر رهيو ۽ 1985ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار پڻ رهيو.

پاڻ حيدرآباد ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو باني ميمبر، جيمخانه حيدرآباد جو مستقل ميمبر، حيدرآباد لائنز ڪلب جو صدر ۽ انجمن اسلاميه سنڌ جو صدر پڻ رهيو. 29 مارچ 1996ع تي، حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين.

**احسان فقير لانگاهه:** احسان فقير لانگاهه بابت تسلي بخش احوال نٿو ملي. شاهه جي رسالي جي شر ڪيڏاري ۾ سنڌس بيت ملن ٿا. 1920ع ۾ مخدوم محمد صالح پنهي هالائيءَ 'ڪيڏارو' نالي ڪتابڙي ۾ ڪن شاعرن جا بيت گڏ ڪيا. جن ۾ احسان فقير جا بيت پڻ شامل آهن. ڀائيءَ خان شيخ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي ۾ پڻ شروعاتي صفحن ۾ سر ڪيڏاري تي بحث ڪندي سنڌس نالو ذڪر هيٺ آيو آهي. هڪ روايت موجب احسان فقير لانگاهه سيوهڻ جو ويٺل هو. جو پوءِ لڏي اچي ٺٽي الهيار ۾ رهيو. نيڙ جو ڪم ڪندو هو. مصري شاهه نصرپوريءَ سان سنڌس صحبت هئي. 1315هه/1897ع ۾ وفات ڪيائين.

**احسن الاخلاق** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو حافظ محمد احسن چنا جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ صفحا 50 ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو پوڪرداس اينڊ سنز سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان 1935ع ۾ ڇاپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو به پوڪرداس اينڊ سنز ساڳي پريس مان 1937ع ۾ ڇاپيو. ساڳئي ڪتاب جو ٽيون ڇاپو ڪمال الدين ميمڻ مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1937ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڇاپي جي قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي.

**احسن الاشعار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن ۾ سنڌس مختلف صنفن تي مشتمل شاعري شامل آهي. جنهن جي موضوعن ۾ اخلاقيات کي اوليت آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 28 صفحا آهن ۽ قيمت 75 پئسا. اُن پهريون ڇاپو حڪيم عبدالحق ۽ حڪيم نورالله سکر مان 1944ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**احسن القصص** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قاضي صابر مصطفيٰ جو لکيل آهي . جنهن ۾ مختلف قومن بابت قرآني قصن جو تفصيل ڏنل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 356 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. مولوي محمد اعظم اينڊ سنز هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، محمد پريس، شڪارپور مان 1949ع ۾ ڇاپيو.

**احسن الهاشمي:** احسن الهاشمي، سنڌي غزل جو اهم شاعر ٿي گذريو آهي.



سنڌس اصل نالو سيد حسن علي شاهه ولد مٺن شاهه هو ۽ پاڻ متياروي سيدن جي اڄتائي پاڙي مان آهي. جن جي نسب جو سلسلو حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان ملي ٿو. 23 سيپٽمبر 1923ع تي حيدرآباد شهر جي ٺٽي مير نورمحمد لڳ گدو بندر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم گدوبندر پرائمري اسڪول ۾ ورتائين. ان کان پوءِ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد، اورينٽل ڪاليج امرتسر ۽ درسگاهه 'عالم نژاد جاشڪ' ايران ۾ حاصل ڪيائين.

شاعريءَ ۾ اول وڏي ڀاءُ سيد حيدرشاهه 'حيدر' سنڌس رهنمائي ڪئي ۽ پوءِ طالب المولىٰ سائينءَ جي صحبت، رفاقت ۽ همت افزائي سائنس شامل حال رهي. سنڌس شاعري اعليٰ پايي جي آهي. 43-1942ع واري دور ۾ ڀهريائين خاڪسار تحريڪ ۽ پوءِ مسلم ليگ حيدرآباد شهر جي نئشنل گارڊ جو سالار اعليٰ رهيو. شاهه لطيف جو وڏو پارکو هو.

آخري وقت شاعريءَ جو شغل گهٽ، زميندارءَ ڏانهن زياده لاڙو رکيائين. سنڌس ڪلام جو وڏو حصو ضايع ٿي ويو. ڪجهه ڪلام هتان هُتان هٿ ڪري تاج جويي "شگفل ونڻ صحرا جو" عنوان سان ترتيب ڏنو آهي ۽ ڇپائيءَ هيٺ آهي. پٽن جي غيرطبعي موت جي صدمي کيس ضعيف ۽ هيڻو ڪري ڇڏيو. آخر ۾ اکين کان به ويو ٿي ويو دل جي ٻاءِ پاس به ڪرايائين. 24 جنوري 2007ع تي وفات ڪيائين.

**"احسن"، حافظ" محمد چنا:** سنڌيءَ جو مشهور شاعر ۽ صحافي، جنهن جو عروضي شاعرن ۾ اعليٰ مقام آهي. حافظ صاحب جي والد جو نالو جمعا خان هو. پاڻ ڳوٺ ملڪاڻي شريف ضلعي دادوءَ ۾ 1900ع ۾ جنم ورتائين. سنڌي، فارسي ۽ عربي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ قرآن شريف حفظ ڪيائين. ڪجهه وقت پنهنجي قائم ڪيل مدرسي ۾ درس تدريس جو ڪم ڪيائين. 1921ع کان شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين.



حافظ صاحب گهڻو ڪري هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. نثر ۾ به ڪافي ڪتاب لکيائين. جن مان "سچن تي ستم"، "سوانح مخدوم بلاول باغباني"، "شاهه جو پيغام" ۽ "قصص الانبياء" وڏيڪ مقبول ٿيا. سنڌس شاعريءَ جي ڪتابن ۾ "ديوان احسن"، "گلزار شعر"، "احسن الاخلاق"، "رباعيات احسن" ۽ "گلدستهءِ حسن" مشهور آهن. حافظ صاحب نامور صحافي هو. دادوءَ ۾ هڪ پريس قائم ڪري "هفتيوار "آواز سنڌ" اخبار کي ذاتيات جاري رکيائين. حافظ صاحب جي شاعري اخلاقي، ادب ۽ علم جي موضوعن تي مشتمل آهي. رباعيءَ جو قادرالڪلام شاعر هو. 1986ع ۾ وفات ڪيائين.

**احسن ڪربلائي:** مرزا گل حسن بيگ "احسن" ڪربلائي ولد مرزا دوست محمد پهرين مارچ 1897ع تي ٺٽي آغا حيدرآباد ۾ ڄائو. احسن ڪربلائي مشهور شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. مرزا صاحب پنهنجي والد کان قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. مرزا صاحب 1918ع کان حيدرآباد ميونسپالٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي. جتان 1953ع ۾ آڪٽراءِ انسپيڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي حياتيءَ جا



باقي ڏينهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسڪرپٽ رائيٽر جي حيثيت سان گذاريائين. احسن ڪربلائيءَ شاعريءَ جو آغاز 1914ع کان شاگرديءَ واري زماني ۾ ڪيو. پهريائين تخلص "ظفر" اختيار ڪيائين ۽ پوءِ ان کي "احسن" ۾ تبديل ڪيائين. شاعريءَ جي فن ۾ پهريائين پنهنجي والد ۽ پوءِ حافظ شاهه، مرزا قربان علي بيگ ۽ مرزا مدد علي بيگ کان رهبري حاصل ڪندو رهيو. سنڌس ڪلام حمد،

نعت، قصيدو، مرثيون، سلام، غزل، نظم، مثنوي وغيره تي مشتمل آهي. مرزا گل حسن بيگ "محسن" ڪربلائي 28 اپريل 1962ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس فرزند ممتاز مرزا پڻ سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ميدان ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. ان کان سواءِ سندس پاڻيجا ميرزا عباس علي بيگ ۽ مراد علي ميرزا وڏا عالم آهن.

**احفاظ الرحمان:** احفاظ الرحمان اردو ۽ انگريزي زبان جو صحافي ۽ ترقي پسند شاعر ۽ ٽريڊ يونينسٽ آهي. هن صحافتي دنيا ۾ سدائين صحافت جي آزادي ۽ صحافين جي حقن لاءِ جدوجهد ڪئي. هو 4 اپريل 1942ع تي جبلپور شهر ۾ ڄائو. پاڪستان ٺهڻ بعد سندس خاندان لڏي اچي ڪراچي آباد ٿيو. سٺ واري ڏهاڪي ۾ ڪاٻي ڌر سان واسطو رکندڙ شاگرد جماعت نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابسته رهيو ۽ 1962ع ۽ 1964ع واري شاگرد تحريڪن ۾ڀرپور حصو ورتائين. هن صحافت شروع ڪئي ته ڪيس پرڏيهي ٻولين جي صحافتي اداري بيجنگ چين ۾ نوڪري ملي. هن چين ۾ ثقافتي انقلاب پنهنجي اکين سان ڏٺو. 1972ع ۾ ڪيترائي چيني ڪتاب ۽ ماٿوزي تنگ جون لکڻيون اردو ۾ ترجمو ڪيون. 1972ع ۾ وطن موٽيو ته هن پيپلزپارٽي جي ترجمان اخبار "مساوات" ۾ سينيئر عهدي تي ڪم ڪيو. 1978ع ۾ جنرل ضياءُالحق خلاف صحافين جي تاريخي تحريڪ (78-1977ع) ۾ هن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو ۽ صحافين ۽ اخباري ڪارڪنن جي ڪٺيل ڪميٽي جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو. صحافين واري تحريڪ جي ٽنهي مرحلن ۾ اڳيان رهيو. جيئن تحريڪ ختم ٿي ته وڏين اخبارن کيس بليڪ لسٽ ڪري نوڪري ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڊگهي عرصي کان پوءِ 1993ع ۾ جنگ اخبار جي ميگزين ۾ نوڪري مليس. کيس 2002ع ۾ پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽس جو صدر چونڊيو ويو. هن صحافين کي ويج بورڊ مطابق پگهارون ۽ سهولتون ڏيڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. احفاظ ايڪسپريس اخبار ۽ ٽي وي ۾ نوڪري ڪري رهيو آهي. هن جا ڪتاب "جنگ جاري رهي"، "ٽئين الف ليليٰ" تاريخ چين 'جؤ اين لائي' جي سوانح عمري 2008ع ۾ شايع ٿيا.

**احمد آباد:** سنڌ جو هڪ پراڻو شهر، جيڪو شاهپورچاڪر، تعلقي شهدادپور طرف ميان محمد مراد ياب ڪلهوڙي پنهنجي گاديءَ جي هنڌ طور ٻڌرايو هو.

**احمد آباد:** هن ڀارت جي گجرات رياست جو هڪ شهر آهي. هن شهر جو بنياد گجرات جي مسلمان حاڪم سلطان احمد شاهه 1511ع ۾ وڌو هو. 1572ع ۾ هن شهر تي مغل حڪمران اڪبراعظم قبضو ڪيو. وقت سان گڏ هن شهر جو عروج ۽ زوال ٿيندو رهيو. 1960ع ۾ هيءُ شهر گجرات رياست جو عارضي گاديءَ جو هنڌ بڻيو. احمد آباد ڀارت جو اهم صنعتي مرڪز آهي. خاص طور تي



هتي جي ڪاٽن انڊسٽري مشهور آهي. 61-1959ع ۾ هتي سڀ کان ڀهرين ڪاٽن فيڪٽريون لڳايون ويون هيون. احمد آباد جي 'سهج پور بوگا' علائقي ۾ سنڌي ٻوليءَ جو مشهور عالم، گنگارام سمرات رهندو هو جنهن ڀارت ورش؛ 'آريا ورت'، 'سنڌو سو وير'، 'موهن جو دڙو'، 'ٽئون چچ نامو'، 'گهر گرهست'، 'سان کي متان وساريو' ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. سندس ڪتاب "سان کي متان وساريو" لغت جي وساريل لفظن تي مشتمل آهي. جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 1999ع ۾ ڇاپيو آهي. سنڌيءَ جا ڪيترا نامور شاعر ۽ اديب واسديو موهي، ارجن حاسد، هوندراج بلواڻي ۽ گوبند خوشحالاڻي احمد آباد ۾ رهن ٿا. هتي سنڌي ادب ۽ سنڌيت جا ڪيترا مرڪز موجود آهن.

**احمد ابراهيم:** سريلي راڳي ماستر محمد ابراهيم جو پٽ آهي. هو ڪراچيءَ ۾ 1949ع ڌاري پيدا ٿيو. راڳ کيس ورثي ۾ مليو. ننڍپڻ کان ئي ڳائڻ شروع ڪيائين. ڀهرين پنهنجي پيءُ سان گڏ محفلن ۾ ڳائيندو هو. پوءِ 1965ع ۾ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي آڊيشن ڏنائين ۽ پاس ٿي ويو. ريڊيو تي کيس ان وقت جي ميوزڪ پروڊيوسر خواجه امداد عليءَ متعارف ڪرايو. احمد ابراهيم جا ڪيترائي ڪلام رڪارڊ ٿيا. سندس انداز هوبهو پيءُ جهڙو آهي. هن پاڪستان ٽيليويزن تي به ڳايو. سنڌي، اردو، گجراتي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ ڪلام ڳاتائين. سنڌيءَ ۽ گجراتيءَ ۾ سندس آڊيو ڪيسٽون به رڪارڊ ٿيون. 'احمد ابراهيم' جو اصل نالو محمد صديق احمد آهي. پر راڳ جي دنيا ۾ پنهنجي پيءُ جي نالي سان 'احمد ابراهيم' سڏائي مشهوري ماڻيائين.

**احمداڻي:** هڪ ذات جو نالو. چانڊڪن ۽ لغارين جو هڪ مشهور قبيلو آهي.

**احمد بخش 'احمد' موراڻي:** احمد بخش ميمڻ 5 جنوري 1920ع تي موري ۾ ڄائو. پاڻ ٿورو پڙهيل هوندي به ننڍي هوندي کان ئي علم ۽ ادب سان چاهه رکندو هو. کيس شاعريءَ جو شوق 'الوحيد' اخبار جي 'سنڌ آزاد نمبر' پڙهندي جاڳيو. ان بعد پاڻ پنهنجي منهن شاعري ڪرڻ لڳو. جيڪا گهڻي قدر عشقيه ۽ صوفيائي هوندي هئي. موري ۾ 'بزم سعيد' پاران شروع ڪيل مشاعرن ۾ شرڪت ڪيائين. قصيدا، مناقبا، مناجاتون ۽ نظم لکيائين. سندس ڀهريون نظم 'اهڙو زمانو' جي عنوان سان ڪاره آئينه ادب' موري طرفان ٺڪرندڙ ڀهرئين ڪتاب 'ٿورون لڪ لباس' ۾ شايع ٿيو.

**احمد بخش بدوي:** احمد بخش بدوي "منل" شاعر ۽ مضمون نگار، شڪارپور جو رهاڪو. نامور شاعر ۽ صوفي فنڪار غلام علي 'مسرور' فقير جو وڏو فرزند ۽ بيدل مسرور جو پاءُ آهي. جنهن



ڀهرين جولاءِ 1939ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. شاعريءَ ۾ غزل، ڪافي، نثري نظم ۽ نثر ۾ مضمون سندس خاص صنفون آهن. ساز ناهي، وڄائي ۽ سکيا ڏئي ڄاڻي ٿو. 1971ع ۾ 'سچل سارو سچ' ڪتاب لکيل ۽ ڇپيل اٿس. دادواهي روڊ شڪارپور ۾ رهائش پذير آهي.

**احمد ٺٽوي ملا:** ملا احمد ٺٽوي سنڌ جي تاريخي شهر ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم سان گڏ حڪمت جو ڏانءُ به ٺٽي ۾ سکيو. وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ 22 سالن جي عمر ۾ سفر اختيار ڪيائين. اول مشهد پهتو. جتي مولانا افضل قائنيءَ کان علم ڪلام، حديث ۽ رياضيءَ ۾ تعليم حاصل

ڪيائين. ان کان پوءِ شيراز آيو، جتي ملا ڪمال الدين حسين کان طب جي ۽ ملا مرزا جان کان ڪليات قانون، شرح ۽ حواشيءَ سان پڙهيائين. ان کان پوءِ عراق پهتو، جتان پوءِ حرمين شريفين جي زيارت ڪيائين.

حنفي مذهب جي عالم خاندان جو فرد. علم طب ۽ علم تاريخ جو وڏو ماهر هو. ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ هن جو شيعا مذهب ڏانهن لاڙو ٿيو سنڌ ڇڏي ايران جي مشهور شيعه بادشاهه طهما سپ صفويءَ جي دربار ۾ وڃي پهتو جتان ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ دکن پهتو. اتي مغل اعظم اڪبر بادشاهه جي صلح ڪل پاليسيءَ جو احوال ٻڌي 990 هجريءَ ۾ اڪبر جي دربار ۾ پهتو ۽ بادشاهه جي ملازمت جو شرف حاصل ڪيائين.

ملا احمد ٺٽويءَ کي اڪبر بادشاهه حڪم ڪيو ته پهرين هجري سال کان وٺي اڪبر جي زماني تائين هڪ هزار سالن جي تاريخ لکي. اهو حڪم ٻڌي ملا احمد ”تاريخ الفي“ جي نالي سان، هجرت جي آغاز کان وٺي چنگيز خان جي زماني تائين ٻن جلدن ۾ تاريخ قلمبند ڪري 32 جلوس اڪبريءَ ۾ بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪئي. جنهن مقبوليت حاصل ڪئي. پر ملا احمد کي انهيءَ ڪتاب پوري ڪرڻ جي فرصت ئي نه ملي. ڇو ته مغل امير فولاد برلاس ملا احمد ٺٽويءَ کي شهيد ڪري ڇڏيو اڪبر بادشاهه ملا احمد ٺٽويءَ جي قاتل کي هاٿيءَ جي پيرن سان ٻڌرائي پوري لاهور شهر جو گشت ڪرائي ڪيس في النار ڪيو اهو واقعو سن 1000 هجريءَ جو آهي. ملا احمد ٺٽويءَ سان صرف عالم هئڻ ڪري تمام گهڻو تعصب ۽ حسد هوندو هو.

**احمد پور:** ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه آهي جنهن ۾ 4 ڳوٺ آهن ساڳئي نالي سان شهدادپور، شڪارپور ۽ لکي تعلقن ۾ جدا جدا ڳوٺ موجود آهن.

**احمد. جي. چاڳلا:** احمد جي چاڳلا پاڪستان جي قومي ترانې جي ڌن جو خالق ۽ ممتاز موسيقار ٿي گذريو آهي. جنهن جو پورو نالو احمد غلام علي چاڳلا هو 1902ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو سنڌ مدرسي مان تعليم حاصل



ڪيائين. ڪراچيءَ جي نامياري موسيقار مهاراج سوامي داس جو شاگرد ٿيو 1928ع ۾ ڪاروبار جي سلسلي ۾ برطانيا ويو جتي ٽريننگ ڪاليج مان موسيقيءَ جي به تعليم ورتائين. پاڪستان ٺهڻ کان ٿورو عرصو اڳ بمبئيءَ ويو جتي هڪ فلم ڪمپني ”اجنتا“ ۾ ڊائريڪٽر طور ڪم ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان جي قومي ترانې جي ڌن ٺاهيائين. جنهن کي 1949ع ۾ حڪومت پاڪستان منظور ڪيو. انهيءَ ڌن کي ئي اڳيان رکندي محترم حفيظ جالنڌريءَ پاڪستان جو قومي ترانو ’پاڪ سر زمين شادباد‘ لکيو. 5 فيبروري 1953ع تي وفات ڪيائين. ڪي ڊراما به لکيائين. جن مان ’پوٽ‘ (ترجمو)، ’خزني‘ (ترجمو)، ’جيڪا تقدير‘، ’ديس جو دشمن‘ ۽ ’گڏي جو گهر‘ مشهور آهن. جنهن هارمونيم تي قومي ترانې جي ڌن ٺاهي هئائين، اهو ۽ ان جا نوٽيشن انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري جي مشاهيرن واري گئلريءَ ۾ موجود آهن.

**احمد حسن داني:** احمد حسن داني 1920ع ۾ ڄائو. ٻاڻ پاڪستان جي قديم آثارن جو وڏو ڄاڻو سنسڪرت جو پاڪستان ۾ واحد عالم. پشاور يونيورسٽيءَ ۾ آرڪيالاجي شعبي جو چيئرمين ڊڪن ۽ وچ ايشيا جي ملڪن جي قديم آثارن جو ماهر هو. ٻاڻ ٽيڪسلا انسٽيٽيوٽ آف ايشين سولائيزيشن جو ڊائريڪٽر رهيو. قائداعظم يونيورسٽيءَ جو پروفيسر امرتس به رهيو داني صاحب ڪيترين ٻاڪ-پارٽ ٻولين جو ڄاڻو هو.

هي پهريون مسلمان عالم هو جنهن بنارس هندو يونيورسٽيءَ مان پوسٽ



گريجوئيشن ڪئي. ڪيس مجتا طور پاڪستان سرڪار طرفان ’هلال امتياز‘ جو تمغو عطا ڪيو ويو سندس ڪوڙ مقالا ۽ ڪتاب ڇپيل آهن جن ۾ مڪليءَ جي آثارن تي انگريزي ۾ Thatta نالي ڪتاب اهم آهي. پاڪستان ۾ سڪن جي علم تي ملڪو هئس. سندس رهنمائيءَ ۾ نوجوان محقق عبدالله خان ورياهه ڊاڪٽر غلام علي الانا وٽ ”سڪن جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ“ عنوان تي Ph.D پئي ڪئي. پر افسوس جو آخري سيمينار کان اڳ عبدالله خان گذاري ويو سندس محنت شايع ٿيڻ جي منتظر آهي احمد حسن داني 25 جنوري 2009ع تي گذاري ويو.

**احمد حسين - اي قاضي:** احمد حسين قاضي 15 آگسٽ 1920ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. هن بمبئي يونيورسٽي مان ميٿميٽڪس ۽ قانون ۾ گريجوئيشن ڪئي. سندس تعلق ٻاڻ ضلعي دادو سان آهي. هو ڊاڪٽر علي احمد ميمڻ جو اڪيلو اولاد هو جنهن لياقت ميڊيڪل اسڪول جو بنياد وڌو ۽ سول اسپتال ڪراچيءَ جو ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ رهيو هو علامه آءِ آءِ قاضي ۽ معيشت دان اي جي اين قاضي جو ويجهو مائٽ هو احمد حسين قانون جي ڊگري حاصل ڪرڻ بعد وڪالت شروع ڪئي پر ترت ئي 1944ع ۾ انڊين آڊٽ اينڊ اڪائونٽس سروس ۾ هليو ويو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ انڪم ٽيڪس کاتي ۾ مختلف عهدن تي فائز رهيو ۽ ڪمشنر انڪم ٽيڪس، ميمبر سينٽرل روينيو بورڊ پڻ رهيو 1974ع کان 1978ع تائين پاڪستان انڊسٽريل ڊولپمينٽ بئنڪ جو چيئرمين رهيو. ڪيس سرڪاري خدمتن جي عيوض تمغه پاڪستان به ڏنو ويو هو 7 جنوري 2007ع ۾ 86 سالن جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

**احمد خان آصفؔ مصرائي:** احمد خان ’آصف‘ ولد محمد اسماعيل



مصرائي، 8 جولاءِ 1922ع تي ڳوٺ ملي پيپ، تعلقي خيرپورناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو 1936ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ 1939ع ۾ تعليم بالغان ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو 1959ع ۾ اديب عالم ۽ 1961ع ۾ اديب فاضل جا امتحان پاس ڪيائين. سندس سڄي ڄمار پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ گذري. آخر ۾ هيڊماسٽر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو ٻاڻ سنڌي ٻوليءَ جو سٺو شاعر هو 1937ع ۾ حافظ محمد احسن چنا ۽ جمع خان ’غريب‘ کان علم عروض جا

سبق ورتا هئائين. ٺٽهنگري علم عروض تي سٺي ڄاڻ رکندڙ هو. هن قديم نوع جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي. نثر توڙي نظم ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيائين جيڪي شايع ٿيا. انهن ڪتابن ۾ 'ارمغان آصف'، 'سيرت خواجه اويس قرني'، 'سيرت حضرت بلال'، 'سيرت زيب النساء'، 'همايون نامون'، 'گلزار چنبيلي'، ۽ 'ٻي حال شهزاديون' ۽ 'رومي، جون رهائيون' ذڪر لائق آهن. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پڻ سندس ٻارڙن ٻولن تي تيار ڪيل ڇهه ڪتابڙا 'ٻاراڻا ٻول' عنوان سان ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. سندس ادبي خدمتن جي اعتراف طور کيس 'چانديءَ جو تمغو' به مليل هو. 'انجمن آفتاب' دادو، 'جمعيت الشعراء سنڌ'، 'سنڌ ستار سوسائٽي ٺٽو' ۽ 'بزم طالب المولىٰ' وغيره ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. سنڌي ادبي بورڊ جي 'لوڪ ادب اسڪيم' ۾ فيبروري 1957ع کان سيپٽمبر 1958ع تائين ڪم ڪيائين. 13 جولاءِ 1989ع تي سندس ڳوٺ ۾ ڌاڙيلن سندس گهر تي ڪاهه ڪئي. جنهن ۾ مقابلي دوران زخمي ٿي حيدرآباد ۾ شهادت ماڻيائين. هن حملي ۾ سندس ٻه نياڻيون به شهيد ٿيون. سندس نياڻي گلبدن جاويد مرزا، سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي 'سرتيون' جي ايڊيٽر آهي.

**احمد خان 'اختر'**: احمد خان ولد عبدالرحيم ميمڻ 23 اپريل 1915ع تي ڳوٺ ٻولاخان شوري، ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. سنڌي فائنل ۽ ٽيچاريءَ جو ڪورس پاس ڪيائين. ٽيچر ٿي رهيو. 1973ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس تصنيفون هيٺينءَ ريت آهن: (1) 'سڄ سنڌڙا سيڪڙيانڻ' (شاعري)، (2) 'واڪا والهيءَ وس' (شاعري)، (3) 'سڪ سڪي ۽ سور' (شاعري)، (4) 'گلشن اختر' (شاعري)، (6) 'وهلوارث ور' (شاعري)، (7) 'نوراني نور' (شاعري)، (8) 'ڏتم ڏکن ڏس' (شاعري)، (9) 'هيڻن هوت حمايتي' (شاعري)، (10) 'ڪيهون ۽ ڪارون' (شاعري)، (11) 'برڪتي بحر' (شاعري)، (12) 'جيجل جي جهوري' (شاعري).

**احمد خان پرهمائي**: هي ڳوٺ تعلقي دادو جي ديهه 'مخدوم صاحب' ۾ آباد آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ ڌار ڌار پرائمري اسڪول، واٽر سپلاءِ، ڊسپينسري وغيره جي سهوليت موجود آهي. هن ڳوٺ مان ايم. آر. ڊي تحريڪ (1983ع) دوران فوجي آپريشن ڪيو ويو. پرامن احتجاج ڪندڙ هٿين خالي ڳوٺاڻن تي بمن ۽ گولين وسائي ڪيترن کي شهيد ڪيو ويو.

**احمد خان سهاڳ**: احمد خان سهاڳ، سنڌي ٻوليءَ جو شڳهڙ ۽ اديب آهي. هن 21 سيپٽمبر 1960ع تي ڳوٺ الهرکيي سهاڳ، تعلقي ۽ ضلعي دادو ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪري، مئٽرڪ گورنمينٽ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو مان ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1988ع ۾ سوشيالاجيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول غريب آباد ۾ سائنس ٽيچر (H.S.T) آهي.



احمد خان سهاڳ جو ڳوٺ، سنڌ جي سگهڙن جي امام حضرت جلال ڪتيءَ جي مدفن ڳوٺ پير ترهي کان ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي ۽ کيس ننڍڙي هوندي کان وٺي سگهڙپائيءَ واري فن سان لڳاءُ رهيو آهي. اڄڪلهه هي نوجوان سنڌ ۾ سگهڙپائيءَ واري فن کي سهيڙڻ جو ڪم ڪري رهيو آهي. هرسال ڳوٺ پير ترهي ۾ آل سنڌ سگهڙ ڪانفرنس ڪرائيندو آهي. ان کان سواءِ ڏهن ٻارهن سالن تائين قلندر شهباز جي ميلي تي سگهڙن جون ڪچهريون ڪرايائين. عظيم سگهڙ جلال ڪتيءَ ۽ سنڌ جي مشهور ٽڙ بيتاين عبدالرحيم ڏاهريءَ ۽ عمر فقير بروهيءَ جي فن تي ڪتاب ترتيب ڏيئي ڇپرائي. استاد بخاري اڪيڊمي دادو جو سيڪريٽري به آهي.

**احمد خان 'گلزار'**: احمد خان، تخلص 'گلزار'، ذات ٻليجو ويٺل ڳوٺ جنگشاهي، ضلعو ٺٽو 17 اپريل 1927ع تي ڄائو. ٻن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. ڇهن سالن جي عمر ۾ کيس ڳوٺ جي ملا مڪتب ۾ داخل ڪرايو ويو. جتان قرآن شريف ۽ سنڌيءَ جا ٻه درجا پاس ڪرڻ بعد ٺٽي جي مشهور محدث ۽ جيد عالم مولوي محمد حسين ٺٽويءَ وٽ دينيات جو فارسي ڪورس مڪمل ڪيائين. اڃا زير تعليم هو ته سندس والده جو انتقال ٿي ويو. قلبي فڪر ۽ ذهني پريشانيءَ جي ڪري گلزار اڳتي پڙهي نه سگهيو ۽ تعليم ترڪ ڪري گذر سفر لاءِ ڪيترين ئي سرڪاري خواهه غير سرڪاري ملازمتون ڪيائين. 1949ع ۾ ٽيچاريءَ جو ڪورس پاس ڪري ٽيچر ٿيو ۽ آخر تائين انهيءَ ملازمت ۾ رهيو.

شاعريءَ ۾ سندس استاد پير محمد 'پياسي' هو. سندس ڪلام ۾ غزل، گيت، ڪافيون، بيت، مرثيا ۽ قصا وغيره شامل آهن. 1969ع ۾ گذاري ويو.

**احمد خان گوئيو**: هي مشهور گائڪ استاد شادي خان جو وڏو پٽ هو. استاد گامڻ خان ۽ استاد ڪريم بخش خان سندس ڀائر هئا. جيڪي پنهنجي دور جا ناميارا ڳائڻا ٿي گذريا آهن. استاد احمد خان، 'ڪريڊ' ۽ 'ٽپا' ڳائيندو هو. ليڪن بعد ۾ هن 'خيال' جي گائڪي پڻ شروع ڪئي. نيپال جي راڄا جي دعوت تي سندس دربار ۾ ڳائيندو رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

**احمد خان ماڙي جو مقبرو**: ڳوٺ خالي پٽ- عمر ڪوٽ کان 14 ميل پري واقع آهي. هي مقبرو ميرن جي دور سان تعلق رکي ٿو. ان جي ماپ 16x16 فوٽ ۽ اوچائي 30 فوٽ آهي. مقبري جي جوڙاري ڪوٽ قريل هو. مقامي سردار هو. مقبرو پڪ سرائون جن سان اوساريل آهي.

**احمد خان مدهوش**: ناميارو شاعر احمد خان ولد حاجي خان (حاجي فقير شغلي) ذات (ڪتي) سومرو، 15 اپريل 1931ع تي خيرپورناٿن شاهه جي ڳوٺ سلطان چانديي ۾ ڄائو. 1932ع ۾ سندس خاندان 'جوهي' شهر ۾ اچي آباد ٿيو.



1949ع ۾ سنڌي فائنل، 1957ع ۾ انٽر ۽ 1965ع ۾ اديب فاضل سنڌيءَ جا امتحان پاس ڪيائين. گهڻو عرصو جوهيءَ ۾ استاد ٿي رهيو. هن وقت رٽائر آهي. هن شاعريءَ جي سکيا سيد نجف علي شاهه لکياريءَ ۽ فيض بخشاپوريءَ کان ورتي. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا 'ڏل جون ڳالهيون' سنڌي ادبي بورڊ پاران 1993ع ۾ ۽ "نظر ۾ نظربند" سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 2003ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. استاد شاعرن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. غزل ۽ نظم جو وڏو شاعر آهي. هن وقت سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر آهي.

**احمد رضا شاهه جيلاني**: احمد رضا شاهه جيلاني پير آف رانيپور عبدالقادر شاهه جيلانيءَ جو پٽ ۽ پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. ٻهرين جنوري 1976ع ۾ رانيپور ۾ ڄائو. هن ايم. اي شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. هو پيرائي ۽ سياسي خاندان سان تعلق رکي ٿو جنهن جي پيپلز پارٽيءَ سان ٿي وابستگي رهي آهي. سندس والد صاحب ڪيترائي ڀيرا قومي

اسيمبليءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي. هو خيرپور جي تڪ پي ايس 33 مان پ.پ.پ جي ٽڪيٽ تي ايم. پي. اي چونڊيو هن وقت هائوس ڪميٽي ۽ ثقافت بابت ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ مڪاني ادارن بابت ڪميٽي جو چيئرمين آهي.

**احمد زَئي:** قلات جي بلوچ تاجدارن جو هڪ قبيلو جنهن کي 'ڪنبراڻي' به چوندا آهن احمد زئي پٺاڻ به ٿين.

**احمد سلطان چانڊيو:** چانڊيا قبيلي جو سردار، 17 مئي 1937ع تي 'غيبي ديري' ۾ ڄائو. نواب غيبي خان جو پوٽو هو. جنهن احمد سلطان جي تعليم ۽ تربيت لاءِ علامہ علي خان ابڙي کي اتاليق مقرر ڪيو نواب غيبي خان پنهنجي



پڳ پٽ کي ڏيڻ بدران سنڌي طرح پوٽي ڏانهن منتقل ڪئي. پهريون دفعو 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو 1962ع ۾ لاڙڪاڻي مان اولهہ پاڪستان (ون يونٽ) اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو 1956ع ۾ بيهر ساڳئي تڪ مان ڪامياب ٿيو. 1970ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ لاءِ لاڙڪاڻي مان آزاد اميدوار جي حيثيت سان چونڊ وڙهيو ۽ پيپلزپارٽيءَ جي اميدوار کان چار سئو ووٽن تان هارائي ويو چونڊن کان پوءِ ڀٽي صاحب جي حڪومت کيس نظربند ڪري ڇڏيو.

15 سيپٽمبر 1976ع تي سردار احمد سلطان پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ 1977ع وارين چونڊن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي بنامقابلي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو ڀٽي صاحب جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ مارشل لا حڪومت کيس ڪوڙن ڀاسپورٽن ۽ ڪوڙين ويزائن ٺاهڻ جي ڏوهہ ۾ ٻہ سال سخت پورهئي سان قيد ۽ پنج لک روپيا ڏنڊ جي سزا ڏني. 1985ع جي عام چونڊن ۾ بنا مقابلي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو صوبائي اسيمبليءَ ۾ اختر علي جي قاضيءَ جي وڏ وزارت دوران ڪجهہ عرصو وزير بہ رهيو 24 جنوري 2000ع تي 66 سالن جي عمر ۾ دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪيائين.

**احمد سليم:** پنجاب جي نامياري ليکڪ ۽ شاعر احمد سليم جو پورو نالو محمد سليم خواجہ آهي سندس جنم گجرات ۾ 26 جنوري 1945ع تي ٿيو فيض



احمد فيض، شيخ اياز ۽ نجم حسين سيد سان سندس ويجهڙائي رهي. يحيٰ خان جي مارشل لا واري زماني ۾ هُن جيل بہ ڪاٽيو پيشي جي لحاظ کان هن وقت صحافت سان لاڳاپيل آهي ۽ SDPI (اسلام آباد) ۾ خدمتون سرانجام ڏيندي رهيو آهي. سندس تصنيفن ۾ - ڪن تنبور (شعري مجموعو)، 2- ٽورمناريَ (شاعري)، 3- رات دي رات (فيض جي منتخب اردو نظمن جو پنجابي ترجمو) 4- نال ميري ڪوڻي چلي (ناولٽ)، 5- جو ٻيجل ني آکيا (شيخ اياز جي منتخب سنڌي شاعري جو پنجابي ترجمو)، 6- ڪونجان موڻيان (شعري مجموعو) 7- گهڙي دي ٽڪ ٽڪ (شاعري) 8- جب دوست تهين هوتا (شاعري) شامل آهن.

**احمد سولنگي:** احمد حسين ولد رسول بخش سولنگي، 5 جنوري 1971ع تي موري شهر ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو سندس تعليمي قابليت بي اي آهي. سنڌي نظم جي حوالي سان، جديد شاعريءَ ۾ سندس اهم سڃاڻپ آهي.

طويل مزاحمتي ۽ رومانوي نظم لکڻ تي عبور حاصل اٿس. غزل ۽ وايون بہ سٺيون لکيون اٿس. ادبي سنگت موري شاخ جو



سيڪريٽري رهي چڪو آهي. شيخ اياز فائونڊيشن جو پريس سيڪريٽري بہ رهيو آهي. ڪجهہ وقت پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ۾ وڏي وزير جو معاون، ڪجهہ وقت موجوده صدر پاڪستان آصف علي زرداريءَ جو پروٽوڪول آفيسر رهيو هن وقت ڊائريڪٽر ايڪسائيز اينڊ ٽيڪسيشن لاڙڪاڻي جون ذميواريون نڀائي رهيو آهي. سندس موجوده رهائش قاسم آباد حيدرآباد ۾ آهي.

**احمد شاهہ:** هي ماڳ "72'34°25 اتر ويڪرائي ڦاڪ "72'50°67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ٻارڻ ماڙ جي اڀرندي پاسي، آريجا ڳوٺ کان اوڀر طرف جام شوري ضلعي (ڪوهستان) ۾ واقع آهي. هي ماڳ ٽائي عارب کان ڏکڻ ۾ آهي. هي ڏڙو ڏاتو پاڻٺي دور Chalcolithic سان تعلق رکي ٿو (قليم) هتي پٿر جي اوزارن جي رهت ملي ٿي. ٺڪن جي ڪپ تي کوٽائيءَ مان ٽوڙي مٽاچري ٺان ڪري، ڪهنو آثار ڪونہ مليو آهي. البت هتان کان اٽڪل ڪلو ميٽر اتر اولهہ ۾ احمد شاهہ جي دوري نالي ٺڪن جي حصي تي ڏاتو پاڻٺي دور جي هڪ ماڳ جا واضح نشان مليا آهن. جتي اين. جي مجمدار ڪجهہ کوٽائي ڪئي آهي. هتي هيٺئر ٺڪون قبرستان ٺهي چڪو آهي.

**احمد شاهہ ابدالي** (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب، احمد شاهہ ابداليءَ جي زندگيءَ بابت، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 119 صفحا آهن. قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون اسلاميہ دارالاشاعت اسلاميہ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1949ع ۾ ڇپيو.

**احمد شاهہ بخاري بکري:** سيد احمد شاهہ بخاري، تصوف ۽ ٻين ڪيترن ئي علمن جو ڄاڻو هو. بکر ۾ جلال الدين حسين ڪبير بن علي بخاريءَ جي گهر ۾ انداري موجب اٺين هجريءَ ۾ ڄائو هو. ابتدائي علم پيءُ کان حاصل ڪيائين ۽ شهرت بہ ڏاڍي ماڻيس. سندس والده بيبي فاطمہ بنت سيد بدرالدين بن صدرالدين بکري سنڌي هُئي. احمد شاهہ بخاري تصوف ۽ ٻين علمن جي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اُچ شريف ويو اُچ ان وقت بکر جي سرڪار ۾ شامل هو اتي سيد مرتضيٰ اُچيءَ جي نياڻيءَ حويده سان شادي ڪيائين. جنهن مان مشهور عالم سيد حسين جلال الدين جهان گشت پيدا ٿيو. حويده بيبيءَ جي وفات کان پوءِ ٻي شادي ڪيائين. جنهن مان مخدوم صدرالدين پيدا ٿيو.

**احمد شاهہ ذاڪري:** احمد شاهہ ذاڪري ولد پير محمد شاهہ جيلاني ذاڪري، وڏو عالم، بزرگ ۽ درگاهہ ڏتي تي گديو آهي. کيس مريد ۽



عقيدتمند "شهڻو سائين" ڪري سڏيندا هئا. سندن وڏا اصل ڪشمير جي طرف جا ويٺل چيا وڃن ٿا. سندس ڏاڏي، سلسلہ طريقت جي بيعت خواجہ نظام الدين ڪشميريءَ ۽ خواجہ محمد قاسم موهڙي شريف کان ورتي هئي. 1896ع ڌاري سنڌ ۾ آيو ۽ ڳوٺ "ڪنڌڙي" تعلقي بدين ۾ رهڻ لڳو. هو ڪشميري نموني زور سان ذڪر ڪندو هو. جنهن جي وفات بعد پير محمد شاهہ جو وڏو پاءُ سجاده نشين ٿيو محمد شاهہ وڏي پاءُ کان اجازت ورتي.

سڪرنڊ تعلقي ۾ بهرين "گهنديا" جي ڳوٺ ۾ وچي ويٺو ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ سڪرنڊ جي پر ۾، حاجي محمد حسن چوهاڻ جي ڳوٺ جايون ٺهرايون. اُتي وچي ويٺو هن جو سلسلو طريقت قادري ۽ نقشبندي هو. وتس جمعي نماز تي هزارين ماڻهو ايندا هئا. جن مان ڪيترن کي حال پوندو هو. سندن ذڪر راڳ جي نموني تي آهي. ڪيترا چور ۽ ڌوهاري ماڻهو سندس صحبت ۾ سڌي راهه تي اچي ويا. پنهنجي رهائش گاهه وٽ گهر جون جايون، مسجد ۽ پنهنجو قبو ٺهرايائين. 29 جمادي الاول 1355ھ/18 آگسٽ، 1926ع تي، اڱاري ڏينهن وفات ڪيائين. ان تاريخ تي هر سال سندس درگاهه تي عرس ٿيندو آهي.

سائين محمد شاهه ذاڪريءَ جي وفات وقت سندن فرزند سيد احمد شاهه ذاڪري اڃا ننڍو هو. متياري سيدن مان ميان حاجي علي اڪبر شاهه ٻاقيل پوٽو سندس خاص خليفن مان هو. سڳهوٽي سندس مريد بن حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا سائين احمد شاهه ذاڪريءَ جا طرفدار ٿيا ۽ ٻيا حاجي علي اڪبر شاهه جا طرفدار ٿيا. جنهن سڪرنڊ کان اڀرندي طرف ڪنڊهر روڊ تي پنهنجي خانقاهه وجي بنائي ۽ ان جي وفات کان پوءِ سندس فرزند حاجي علي احمد شاهه جاءِ نشين ٿيو ۽ عربي مدرسو کوليو. درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائين. پير احمد شاهه وارو گروهه ذڪر اذڪار ۽ روحاني تعليم جو طرفدار رهيو. سندن درگاهه پير ذاڪري نمبر-1 سڏجڻ لڳي. سندن سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ بي شمار مريد ٿيا. احمد شاهه ذاڪريءَ جي تعليمات جا ٻه اهم نُڪتا هئا: (1) هر انسان سان محبت ڪريو، پوءِ اهو مسلمان هجي، هندو يا ڪنهن ٻئي مذهب جو يا سني شيعي يا وهابي وغيره فرقن سان واسطو رکندڙ هجي. (2) ڌوهه کان نفرت ڪريو، ڌوهاريءَ سان نه. ڌوهاريءَ سان نفرت سبب، سندس سڌرڻ جو امڪان ختم ٿئي ٿو.

سائين احمد شاهه ذاڪري 5 جون 2000ع تي وفات ڪئي. چاليهي جي موقعي تي پڳ وڏي پٽ منير حسين شاهه کي ٻڌائي وئي. جيڪو هن وقت درگاهه جو سجاده نشين آهي ۽ ضلعي ڪائونسل نواب شاهه جو ميمبر ۽ مخالف ڌر جو اڳواڻ آهي. سندس ٻيو فرزند سيد حنيف شاهه ٺلهار پرسان درگاهه ذاڪري سنڀالي ٿو. ٻئي پاڙ تعليم يافته ۽ سنڌي جديد ادب تي سٺي ڄاڻ رکندڙ آهن.

**احمد شيخ:** احمد ولد نبي بخش شيخ، مئي 1929ع ۾ ڪراچيءَ جي آرام



باغ واري علائقي ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل علي ڳڙهه جا هئا. جتان ٻه سئو ورهيه اڳ لڏي ڪراچيءَ آيا. 1940ع ۾ ڪراچيءَ مان حيدرآباد شفٽ ٿيا. هن وقت احمد شيخ حيدرآباد جي صدر واري علائقي ۾ رهائش پذير آهي. پاڻ 1960ع ۾ هڪ پبلشنگ ادارو "زيب ادبي مرڪز" قائم ڪيائين. جنهن تحت 65 کان وڌيڪ ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا اٿس. انهن ڪتابن مان ڪجهه مشهور هيٺيان آهن: (1) "سنڌي نثر جي تاريخ" (ڊاڪٽر غلام علي الانا) (2) "وڃون وسڻ آئون" (شيخ اياز) (3) "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد" (ڊاڪٽر غلام علي الانا) (4) "ٻيلاين جا ٻول" (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) (5) "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو) (6) "سنڌي ٻولي" (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) (7) رسالو اويسي: مخدوم محمد معين ٺٽوي (اردو ڇاپو)

احمد شيخ پنج درجا انگريزي پڙهيل آهي. هن اها تعليم حيدرآباد جي نورمحمد هاءِ اسڪول مان ورتي. خاڪسار تحريڪ ۾ هڪ ڪارڪن طور ڪم ڪيائين. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مهاجرن جي آبادڪاريءَ جي سلسلي ۾ هلال احمر جي پليٽ فارم تان به ڪارڪن طور خدمتون سرانجام ڏنائين. پاڻ پبلشر هئڻ سان گڏ بهترين نڪ بائينڊر به آهي. کيس ٻه فرزند ڊاڪٽر عامر ۽ محمد امين آهن.

**احمد علي خان:** ناميارو صحافي. سندس صحافت جو تجربو 55 سالن تي محيط رهيو ۽ هو "ڊان" نوزي سڄي



ملڪ ۾ سڀ کان سينيئر صحافي هو. "ڊان" دهليءَ ۾. ڪم ڪرڻ کان پوءِ هن 3 آگسٽ 1947ع کان مئي 1949ع تائين "ڊان" ڪراچيءَ ۾ سينيئر اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. آگسٽ 1962ع ڌاري ڪالم نگار ۽ ليڊ رائيٽر طور ٻيهر "ڊان" ۾ موٽي آيو. ان کان اڳ هن "پاڪستان ٽائيمس" ۾ ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. فيبروري 1973ع ۾ کيس "ڊان" جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. 25 سالن کان پوءِ 4 فيبروري 1988ع تي کيس "ڊان" جو چيف ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو.

احمد علي خان جي ادارت هيٺ "ڊان" جي پروقار روايتن ۽ پڙهندڙن ۾ وڌو واڌارو ٿيو. ايمانداري، غيرجانبداري ۽ ديانتداري، احمد علي خان جي صحافت جون خصوصيتون رهيون. 3 مارچ 2000ع تي پنهنجي عهدي تان رٽائر ٿيو. سندس وفات 14 مارچ 2007ع تي ٿي.

**احمد علي خان پتافي، سردار:** سردار احمد علي خان پتافي، زميندار ۽ پنهنجي قبيلي جو سردار آهي. هو سردار



فتح علي خان جي گهر 30 مئي 1942ع تي ڳوٺ گلو پتافيءَ ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيل اٿس. هو 1988ع کان 1990ع تائين ۽ 1993ع کان 1996ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. 2008ع جي چونڊن ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي گهوٽڪيءَ جي ٽڪ پي ايس 7 مان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو. سندس مستقل رهائش ديري احمد پتافي، تعلقي ڏهرڪي ۾ آهي.

**احمد علي خان جلباڻي:** احمد علي خان جلباڻي، حاجي الهه بخش جلباڻيءَ جو پٽ آهي. هو 25 نومبر 1930ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. الهه بخش جلباڻي گريجوئيٽ آهي ۽ پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. هو 1990ع کان 1993ع تائين ۽ 2002ع کان 2007ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهي. سندس پاءُ دريا خان جلباڻي به هن کان اڳ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهي. سعودي عرب، سئيزرلينڊ، ٿائيلينڊ، گڏيل عرب امارتن ۽ انگلينڊ جو دورو ڪيل اٿس. سندس مستقل رهائش نوشهري فيروز ۾ آهي.

**احمد علي شاھ:** عارفاڻو شاعر، جنهن جو ذڪر سيد فاضل شاهه جي "ڪافين جي ڪتاب" ۾ موجود آهي. جنهن مان پتو پوي ٿو ته هو سال 1305ھ/1887ع کان اڳ ٿي گذريو آهي. فاضل شاهه جي لکڻ موجب، "محمد علي شاهه سيد ماتليءَ جو رهندڙ آهي". فاضل شاهه جي ڪتاب ۾ سندس ٻه

ڪافيون ڏنل آهن. نصرپور جي قلمي ذخيري مان پڻ احمد علي شاهه جون ٻه ڪافيون مليون آهن.

**احمد علي شاهه، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر احمد علي شاهه سيد محمد علي شاهه جو پٽ ۽ ناميارو سياستدان سيد ظفر علي شاهه جو پاءُ آهي. هو 18 آگسٽ 1948ع تي دربيلي ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. هن ايم. بي. بي. ايس ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان ۽ ايف آر سي ايس رائل ڪاليج آف سرجن ايڊنبرا برطانيا مان ڪئي. هو ناميارو نيورو سرجن رهيو آهي. هن وقت به آغا خان يونيورسٽيءَ جو ڪنسلٽنٽ نيورو سرجن ۽ ڪاليج آف فزيشن اينڊ سرجن آهي ۽ فيڪلٽي آف فزيشن اينڊ سرجنس آف پاڪستان جو ڊين، فيڪلٽي آف نيورو سرجري ۽ رائل سوسائٽي آف ميڊيسن انگلينڊ جو فيلو آهي. ڊگهي عرصي تائين طب جي شعبي ۾ خدمتون ڏيڻ بعد رٽائر ٿيڻ تي سياست ۾ آيو. پهريون ڀيرو 2008ع وارين چونڊن ۾ نوشهري فيروز جي تڪ پي ايس 21 مان پ پ جي ٽڪيٽ تي چونڊ لڙي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. هو هن وقت بورڊ آف روينيو بابت اسيمبلي جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. سندس پاءُ ظفر علي شاهه 1970ع وارين عام چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو. ان بعد 1985، 1988ع، 1993ع کان 1997ع تائين قومي اسيمبلي جو ڊپٽي اسپيڪر رهيو. سيد احمد علي شاهه بنگلاديش، برازيل، چين، ڊينمارڪ، فرانس، جرمني، انڊيا، جپان، ملائيشيا، ناروي، سريلنڪا، سوئيڊن، آمريڪا ۽ انگلينڊ سميت ڪيترائي ملڪ ڏٺا آهن.



سيد احمد علي شاهه نيورو سرجريءَ جي ٽريننگ انگلينڊ مان حاصل ڪرڻ بعد وطن ورڻ تي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ ۾ نيورو سرجري جو شعبو قائم ڪيو جتي هو 18 سال خدمتون انجام ڏيندو رهيو. هن اتي 2005ع ۾ نيورو سرجريءَ جي پروفيسر طور ڪم ڪيو ۽ 2005ع ۾ استعيفيٰ ڏيئي 2007ع ۾ آغا خان يونيورسٽيءَ ۾ اعزازي پروفيسر ٿيو. سندس بين الاقوامي ساک وارن رسالن ۾ 17 کان وڌيڪ تحقيقي مقالا ڇپيل آهن.

**احمد علي "مجذوب":** مولوي احمد علي مجذوب، ذات جو ڏل، ٽر جو وينل هو. 18 فيبروري 1967ع تي چار شوري اسپتال ۾ 70 سالن جي وڏي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. مولوي مجذوب مرحوم تعليم کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ملڪي تحريڪن ۾ حصو ورتو. سندس قومي خدمتن جي شروعات خلافت ۽ ڪانگريس جي تحريڪن سان ٿي. آخر ۾ خاڪسار تحريڪ سان وابسته رهيو. سڀني تحريڪن ۾ هڪ مخلص سپاهيءَ جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو. مولوي مجذوب ۾ هڪ عجيب وغيره خصوصيت اها هئي جو هن انهي تحريڪن جي دور جون اخبارون، تقريرون، خطاب ۽ ٻيو علمي لٽريچر نهايت سليقي سان گڏ ڪيو. ان سلسلي ۾ وٽس مولانا آزاد جي "الهلال" ۽ "البلاغ"، مولانا محمد علي "جوهر" جي "همدرد" ۽ "ڪامريڊ"، مهاتما گانڌيءَ جي "هريجن"، ڊاڪٽر انصاريءَ جي "انصاري"، جمعيت علماء هند جي "الجمعية" ۽ "علامه مشرقيءَ جي "الاصلاح" اخبارن جا مڪمل فائل موجود رهيا. اهڙيءَ طرح انهي ملڪي تحريڪن جو سارو لٽريچر پوئين لاءِ ڇڏي ويو. آخري وقت ۾ سندس نظر ڪمزور ٿي وئي ۽ سندس اهو علمي ذخيرو ڪنهن حد تائين لٽجي ويو ان جو ڏک کيس مرڻ گهڙيءَ تائين رهيو.

مجذوب متعلق حيرت انگيز انڪشاف اهو آهي ته مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي ٽالي ۾ مشهور پيشنگوئي، اصل ۾ مولوي مجذوب جي گهڙيل هئي، جنهن ۾ انگريزن جي خلاف نفرت پيدا ڪرڻ ۽ امام مهديءَ جي اميد پيدا ڪرڻ جو حوصلو ڏنل هو.

**احمد فراز:** اردو زبان جي ناميارو شاعر احمد فراز، 1931ع ڌاري ڪوهاٽ ۾ جنم ورتو. هن کي شاعري ورثي ۾ ملي هئي. سندس والد سيد محمد شاهه 'برق' اردو ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. احمد فراز اردو ۽ فارسيءَ ۾ ايم اي جون ڊگريون حاصل ڪيون. هن ايڊورڊ ڪاليج پشاور ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران ريڊيو پاڪستان لاءِ فيچر لکيا. بي. اي ۾ پڙهندو هو ته ان وقت سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "تنها تنها" شايع ٿيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ريڊيو سان معاهدو ختم ڪري، يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. ملازمت دوران سندس شاعريءَ جو ٻيو مجموعو 'درد آشوب' شايع ٿيو جنهن تي کيس 'آدمجي ادبي اوارڊ' مليو. يونيورسٽيءَ جي ملازمت کان پوءِ پاڪستان نئشنل سينٽر پشاور جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. 1976ع ڌاري اڪادمي ادبيات پاڪستان جو پهريون سربراهه مقرر ٿيو. جنرل ضياء الحق جي مارشل لا دوران سياست کان الڳ ٿي ويو. زندگيءَ جي آخري دور ۾ پاڻ اسلام آباد جي لوڪ ورثي واري اداري جو سربراهه به ٿيو. احمد فراز غزل ۽ نظم جو تمام وڏو شاعر هو. هن شاعريءَ جي انهن ٻنهي صنفن ۾ جديد رنگ ڀريو. هن وقت تائين سندس شاعريءَ جا ڪيترائي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. جن مان ڪن جا نالا هي آهن: 'تنها تنها ميں' (1958ع)، 'درد آشوب' (1966ع)، 'جاں جاناں' (1976ع)، 'نابينا شهر ميں آئينه' (1984ع)، 'بي آواز گلي ڪوچوں ميں' (1882ع). ان کان سواءِ سندس نظم سويڊن، يوگوسلاويه ۽ هالينڊ ملڪن جي زبانن ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪا آهن. سندس شاعريءَ جو انتخاب انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي 'ونڊ ان دي ولڊرنيس' عنوان سان ڇپجي چڪو آهي. نوجوانن ۾ مقبول هن شاعر جي وفات جولاءِ 2008 ۾ شڪاگو جي هڪ اسپتال ۾ ٿي. کيس اسلام آباد ۾ دفنايو ويو.



**احمد فقير سمو:** احمد فقير "گهلين" جو وينل هو، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي گهوڙي "چنگل" جو سئيس ۽ گاهي هو. شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ به احمد فقير سمو ڪجهه وقت زنده رهيو. شاهه لطيف جي مقبري کان ٻاهر اڱڻ ۾ دفن ٿيل آهي.

**احمد متقي:** حاجي احمد متقي، درويش قسم جو انسان هو. پاڻ موجوده بينظير آباد/نوابشاهه ضلعي جي قاضي احمد شهر ۾ ڄائو. لنواري شريف جي بزرگن سان عقيدت هوندي هيس. حج به ڪيو هئائين. آخري عمر ۾ قاضي احمد ۾ دين جي تبليغ ۾ مشغول هوندو هو. 9 ذوالحج 1223ھ/1808ع ۾ وفات ڪيائين. قاضي احمد شهر ۾ مدفون آهي.

**احمد مجتبيٰ "غالب":** سنڌي ٻوليءَ جي بهترين شاعر ۽ اديب احمد مجتبيٰ "غالب" ملڪاڻيءَ، پهرين آگسٽ 1932ع تي ڳوٺ ملڪاڻي شريف تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. بعد ۾ سنڌيءَ ۾ فائنل پاس ڪري عربي ۽ فارسي ٻوليءَ تي عبور حاصل ڪيائين. سندس والد مولانا مخدوم غلام محمد ملڪاڻي به عالم فاضل شخص هو. اڳتي هلي احمد مجتبيٰ "غالب" درگاهه ملڪاڻي شريف جو گادي نشين بڻيو.

تنهن کان ٿي ڪيس شعر لکڻ جو شوق ٿيو ۽ ناميارو شاعر حافظ احسن چنا سندس شعر اصلاح ڪندو هو ۽ سندس استاد به هو ان کان سواءِ محمد بخش "واصف" حيدرآبادي به سندس رهنمائي ڪندو هو ادبي ميڙاڪن ۽ مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ سان هن شعر و ادب تي سٺو عبور حاصل ڪيو. اڳتي هلي "انجمن آفتاب" ۾ شامل ٿيو ۽ ان جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. هُو "جوهر ادب" تنظيم جو صدر پڻ رهيو. هن پنهنجي ڪوشش سان "بزم غالب" جو بنياد وڌو ۽ ان تحت ڪيترائي مشاعرا ۽ محفلون منعقد ڪرايائين پيشي جي لحاظ کان استاد هو ۽ استاد طور تي رٽائر ٿيائين سندس قرآن پاڪ ۽ ديني تعليم ڏانهن خوب لاڙو هو. 60 کان وڌيڪ ديني موضوعن تي ڪتاب لکيائين. سندس اردو، عربي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتاب ڇپيل آهن جن مان ڪجهه اهم هي آهن:

(1). "شهاب ثاقب" (سوانح عمري: اردو)، (2). "مجموعة الفتويٰ ملڪاڻي" (عربي)، (3). "شجرو مبارڪ برڪات نقشبندي" ۽ (4). "ماڪ ڦڙا" (شاعري).

احمد مجتبيٰ صاحب فتويٰ به هو. دادو شهر ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌي ڪتابن جي وڏي لائبريري هيس. جنهن ۾ حضرت غلام محمد ملڪاڻيءَ جا هٿ سان لکيل قلمي نسخا به موجود هئا. ملڪاڻي صاحب کي به اولاد ڪو نه ٿيو سندس وفات 21 جنوري 2008ع تي ٿي ۽ کيس پنهنجي والد جي پرسان درگاهه ملڪاڻي شريف ۾ دفنايو ويو.

**احمد محمد قاضي:** سنڌ جو هڪ ناميارو تعليمدان ۽ سياستدان 3- نومبر 1916ع تي ڏيپلي شهر ۾ قاضي مولوي محمد جي گهر ۾ پيدا ٿيو هو شهر ڏيپلي جو اوائلي جوڳون نمبر مئٽريڪوليٽ. پيو نمبر گريجوئيٽ ۽ پهريون ايڊووڪيٽ آهي. هن ايم. اي ۽ ايل ايل بي بمبئي مان ڪئي. ايم. ايڊ سنڌ مان ۽ ڊپلوما انٽرنيشنل لا لنڊن مان پاس ڪيو هو 1945ع ۾ پهريائين سياست ۾ آيو ۽ قومي اسيمبلي لاءِ جي سيٽ تي ارباب توگاچي جي خلاف اليڪشن وڙهيو ۾ هار کاڌائين. پوءِ 1953ع ۾ تعلقو ڏيپلو ۽ مٺي جي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ بنا مقابلي چونڊيو ويو هو 1961ع کان 1970ع تائين يونين ڪائونسل ڏيپلي جو چيئرمين رهيو شهر ۾ ڊرينيج سسٽم، زير زمين ناليون، گهٽين ۾ پڪو فرش ۽ واٽر سپلاءِ اسڪيم، سندس ڪوشش جو نتيجو آهن. 1961ع کان پنج سال ڊويزنل ڪائونسل جو ميمبر ۽ پوءِ ضلعي ڪائونسل جو ميمبر رهيو



**احمد مغل:** احمد مغل ولد حيات علي مغل. ناميارو ڳائڻو رحمان مغل (سرمد سنڌي) جو ننڍو ڀاءُ آهي. جنهن سرمد جي ڳائڪيءَ جو انداز اختيار ڪري، سرمد جي راڳ کي زنده رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. احمد مغل پهرين مارچ 1968ع تي "پريالو" ضلعي خيرپورميرس ۾ ڄائو. پرائمري، کان مئٽرڪ تائين پريالو ۾ پڙهيو گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سکر مان انٽرپاس ڪيائين. شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ خيرپور مان معاشيات ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ خيرپور جي لا ڪاليج مان ايل ايل بي پڻ ڪيائين پي. ٽي. وي ۾ جنهن سالن جي ملازمت دوران ابتدائي سال جيئان ۾ پڻ رهيو 1998ع ۾ پهريون ڀيرو پاڪستان ٽيليويزن تي متعارف ٿيو. کيس ٽي وي، تي سينيئر پروڊيوسر سميع بلوچ آندو. هن وقت تائين سندس آڊيو ڪئسٽن جا ڪيترائي البم رليز ٿي چڪا آهن. ڪي ٽي اين ۽ ٻين چئنلن جو مقبول فنڪار آهي.

**احمد ملاح، مولوي:** سنڌ جي بيمثال ۽ عوامي شاعر مولوي حاجي احمد ملاح، تعلقي بدين جي هڪ ڳوٺ "ڪنڊيءَ" ۾ پهرين فيبروري 1877ع تي جنم ورتو سندس والد جو نالو "ٽانگيو" هو هن شروعاتي تعليم، پڳڙا ميمڻ ڀهدميءَ، ٽانگي شاهه ۽ سجاول جي مڪتبن ۽ مدرسن مان حاصل ڪئي بعد ۾ "رپ" مان تعليم مڪمل ڪري دستاربندي ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن مختلف مڪتبن ۽ مدرسن ۾ درس ۽ تدريس جا فرض سرانجام ڏنا. نورمحمد منڌري، لاڪي پير، ڀهدميءَ ۽ ڪنڊيءَ جي مدرسن ۾ پڙهائيندو رهيو ان کان پوءِ بدين جي مدرسي "مظهرالعلوم" ۾ معلم جي حيثيت سان پڙهائيندو رهيو 1932ع ڌاري مذهبي فرقيواريت ۽ فسادن جي ڪري مدرسي کي خيرآباد چئي بدين جي هڪ علائقي ۾ گهر اڏي، غريب آباد محلو جوڙيائين. اتي ئي هڪ مدرسو "انوارالعلوم" قائم ڪري، سنڌ جي ناليوارن عالمن، مولانا عبدالوهاب، مولانا عبدالغفور سيتائي، مولوي محمود ۽ مولوي گل محمد کي معلم طور مقرر ڪيائين.

مولانا صاحب هڪ انقلابي شخصيت هو جنهن خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو 1922ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ 4 مهينا جيل ڪاٽيائين. "جميعت علماء سنڌ" ۾ پڻ سرگرم رهيو.

مولوي حاجي احمد ملاح سنڌ جي وڏن ۽ اعليٰ پايي جي شاعرن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو سندس شاعريءَ جو انداز عوامي آهي. جنهن کي جهر جهنگ ۾ ڳايو وڃي ٿو سندس شاعريءَ جو وڏو حصو مذهبي شاعريءَ تي ٻڌل آهي. تنهن هوندي به سندس شاعريءَ ۾ مزاحيه، جماليائي ۽ انقلابي پهلو نمايان آهن. هيءَ تجنيس حرفيءَ جو شهنشاهه ۽ غزل جو سٺو شاعر تسليم ڪيو وڃي ٿو سندس عالمي ڪارنامو



قرآن مجيد جو "نورالقرآن" جي نالي سان سنڌي بيتن ۾ منظوم ترجمو ڪرڻ آهي. بلاشڪ سندس انهيءَ عظيم ڪم سان سنڌي ٻوليءَ کي وڏو مقام حاصل ٿيو آهي. قرآن مجيد جو سڄي دنيا ۾ اهو پهريون منظوم ترجمو آهي. اُن جو پهريون ڇاپو ارباب الله جُڙئي مولانا صاحب جي زندگيءَ ۾ (1969ع ڌاري) ڇپائي پڌرو ڪيو. اُن ترجمي جو ٻيو ڇاپو مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد 1978ع ۾ ڇپائي منظر عام تي آندو. ان ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو مقدمو اعليٰ معيار جو شاهڪار آهي. هن قرآن پاڪ جي ترجمي جي اهميت کي محسوس ڪندي ڪجهه سال اڳ اهو سعودي عرب جي سرڪار پاران ڇپائي مفت تقسيم ڪيو ويو. ان جي ڇپائي ۽ گيٽ اپ تمام سهڻو ۽ اعليٰ درجي جو آهي. سندس شاعريءَ جي مجموعن مان "ديوانِ احمد"، "گلشنِ احمد"، "گلزارِ احمد"، "بياض احمد"، "هيڪڙائي حق"، "پيغام احمد" ۽ "غزليات احمد" ڇپيل آهن. نثر ۾ هڪ ڪتاب "معرفة الااله" پڻ ڇپيل اٿس. سندس شخصيت، زندگي ۽ علمي

خدمتن تي تاج جوبي "موحد شاعر مولانا حاجي احمد ملاح" (2003ع) ترتيب ڏئي ڇپايو آهي. سنڌ جي هن بيمثال شاعر 19 جولاءِ 1969ع تي وفات ڪئي. سندس مزار بدين شهر ۾ معصومن جي مقام ۾ آهي. سندس هڪ ئي تصوير موجود هئي. نوجوان مصور حفيظ قريشيءَ ان تان خوبصورت تصوير پينٽ ڪئي آهي. جيڪا هن وقت مولانا صاحب جي واحد تصوير آهي.

**احمد مولوي:** مولوي احمد جي ولادت جو سن معلوم نه آهي. ليڪن سندس وفات 1213هه مطابق 1798ع ۾ ٿي. مولوي صاحب پي تصنيف ڪاشفي ملا حسين واعظ ڪاشفي جو لکيل فارسي ڪتاب "روضته الشهدا" جو منظوم سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جيڪو الف اشباع واري قافيي ۾ نظم ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت جو پورو واقعو قلمبند آهي. هي ڪتاب 19 صدي ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**احمد نگر:** هندستان جي مهاراشٽر رياست جو هڪ شهر شاهي گهراڻي جي باني ملڪ احمد نظام شاهه هن شهر تي 1490ع ۾ قبضو ڪيو ان کان پوءِ هيءُ شهر مغلن مرهٽن ۽ انگريزن جي قبضي هيٺ رهيو هن شهر جي تاريخي جاين مان هڪ احمد نظام شاهه جو قلعو آهي. جنهن ۾ 1940ع واري ڏهاڪي دوران جواهر لال نهروءَ کي قيد ڪيو ويو هو مولانا ابوالڪلام به احمد نگر جيل ۾ قيد رهيو هو هن شهر جا مغل محل ۽ باغ به مشهور آهن هيءُ شهر بمبئيءَ پوني ۽ ٻين اهم شهرن سان ريل ۽ روڊ رستي ڳنڍيل آهي ۽ وڏو واپاري مرڪز آهي.

**احمد هالائي مخدوم:** احمد بن مخدوم اسحاق بن مخدوم عمر بن مخدوم اسماعيل بن عبدالله نو مسلم. جنهن جو اصل نالو "راجڪمار ارجن بن وريو هو" هو حضرت شيخ الاسلام بهاءَ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو ۽ سندس اولاد مان مخدوم اسحاق هالائي هڪ وڏو ولي ۽ فضائل جو مالڪ هو ۽ هن جون ڪرامتون ڳالهائي ڪان گهڻيون ڄاڻايون وڃن ٿيون. مخدوم احمد هميشه خاموش اڪيلائيءَ ۾ گذاريندو هو ۽ سهروردي طريقي موجب ڪڏهن ڪڏهن سماع ۽ ذڪر جي جماعت ۾ شريڪ ٿيندو هو چيو وڃي ٿو ته آخري ڄمار ۾ هو نيرون ڪوٽ ۾ آيل هو جتي هڪ سوناري نينگر سماع جي مجلس ۾ نهايت سوز سان هڪ بيت پڙهيو جنهنڪري مخدوم صاحب تي اهڙي حالت وارد ٿي جو سندس روح پرواز ڪري ويو. سندس لاش کي هالا آندو ويو. مخدوم احمد ظاهري علمن جو به وڏو عالم هو سندس وفات سن 932 هه ۾ ٿي. جڏهن ته ميان محمد صالح پٽي (سندس اولاد مان هو) جي مطابق سندس وفات 934هه ۾ ٿي.

**احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي:** هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي جيڪو شاهه لطيف جي سوانح ۽ حيات تي سنڌيءَ ۾ لکيل پهريون ڪتاب چيو وڃي ٿو هن ديمي سائيز ڪتاب جو جلد پڪو آهي. جنهن ۾ 182 صفحا آهن ۽ قيمت 5 روپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڇوٿون. ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز طرفان ڇپايو ويو جيڪو سنڌ پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1972ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب جو انگريزي ترجمو به ڇپيل آهي.

**احوال و آثار ملڪ الشعراءِ ابوالفيض فيضي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پير حسام الدين راشديءَ جو ترتيب ڏنل آهي. اهو احوال اڳ ۾ پير صاحب پنهنجي تصنيف "شعراءِ ڪشمير" جي ٽئين جلد ۾ تفصيل سان آندو هو جيڪو پيهر ڪتابي صورت ۾ 1968ع ۾ مٿين عنوان سان شايع ڪيائين.

**احياءُ القلوب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي عبدالحق جو لکيل آهي. رايل سائيز ڪتاب ۾ 122 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ روپيو آهي. ڇاپو پهريون. مولوي محمد قاسم شڪارپوري، موتي پرنٽنگ پريس. شڪارپور مان سال 1993ع ۾ ڇپايو.

**احياءُ علوم الدين** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف اسلامي دنيا جو مشهور عالم امام غزالي آهي. جنهن جو سنڌي ترجمو غلام اصغر وندير ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب رايل سائيز ۾ ڇپيل آهي. جيڪو 109 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي قيمت اوائي روپيا لکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو تاج محل پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1961ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ 154 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ روپيو ڄاڻايل آهي. هيءُ جلد. جمالي پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1961ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جي جلد ٽئين ۾ 79 صفحا آهن. جنهن جي قيمت سوا روپيو ڄاڻايل آهي. هيءُ جلد تاج محل پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان 1961ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جي جلد پنجين ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ روپيو ڄاڻايل آهي. هيءُ ڇاپو تاج محل پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان 1961ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جي جلد ستين ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ روپيو ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو هيءُ جلد به تاج محل پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان 1962ع ۾ ڇپيو.

**اخبار:** "اخبار" لفظ "خبر" جو جمع آهي. انگريزيءَ ۾ خبر لاءِ لفظ NEWS استعمال ٿئي ٿو جيڪو مختلف ڏسائن North,East,West & South جا ابتدائي لفظ کڻي ناهيو ويو آهي. خبرون ريڊيو، ٽي وي ۽ اخبار ذريعي ماڻهن تائين پهچن ٿيون. لفظ اخبار جي اصطلاحي معنيٰ: اهڙا ورق يا پنا. جن تي خبرون، ايڊيٽوريل، مضمون ۽ ڪالم وغيره ڇپيل هجن. پراڻي زماني ۾ جڏهن اخبار جو ذريعو نه هو ته خبرون، دهل وڄائي، ماڻهن کي گڏ ڪري ٻڌايون وينديون هيون. اهو بندوبست بادشاهه يا حاڪم پاران ڪيو ويندو هو جنهن ذريعي ماڻهن تائين اعلان پهچندا هئا. اهڙن اعلانن کي پڙهو ڏيڻ به چيو ويندو هو ساڳئي وقت مقرر ٿيل وقائع نويس به روزانو يا هفتيوار ملڪ جا حالات لکي حاڪم کي موڪليندا هئا.

دنيا جي پهرين قلمي اخبار اٺين صدي عيسويءَ ڌاري، چين ملڪ جي شهر بيجنگ مان جاري ٿي ان کان پوءِ اخبار جا نوان طريقا ايجاد ٿيندا ويا. پندرهين ۽ سورهين صدي عيسويءَ ۾. يورپ ۾ اخبار ڇپڻ لاءِ ڇاپخانا ايجاد ٿيا. اوڻيهين صديءَ ۾ اخبار جديد روپ سان اڳيان آئي ويهين صديءَ ۾. اخبارن ۾ تصويرون ۽ مورتون ڇپجڻ لڳيون. جديد دور ۾ اخبارون ڪمپيوٽر وسيلي نڪرن ٿيون ۽ هاڻي ته انٽرنيٽ تي به اخبارون موجود آهن. يعني ڪاغذ ڪان سواءِ اخبارون جاري ٿيڻ لڳيون آهن. بهرحال مختلف ملڪن مان مختلف ٻولين ۾ روزانيون ۽ هفتيوار اخبارون. هزارن جي تعداد ۾ ڇپجن ٿيون.

هر اخبار جي انتظاميا جا پنهنجا پنهنجا مقصد ۽ پاليسيون هونديون آهن. انهن جي پرچار ڪندي اخبار ۾. ملڪي ۽ غيرملڪي اخبارن جي خبرن ۾. ملڪي خبرن کي ترجيح ڏني ويندي آهي. سنڌ مان. سنڌي ٻوليءَ ۾ 20 کان مٿي روزانيون اخبارون نڪرن ٿيون.

**اخباري منع نامو** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو خوبچند ڪوڙومل شهاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 14 آهن ۽ قيمت هڪ پئسو ڄاڻايل آهي. ليکڪ هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون. شهاڻي پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ ڇپايو.

**اختر:** هن نالي سان تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري ۾ هڪ ديهه آهي. جنهن ۾ 6 ڳوٺ شامل آهن.

**اختر انصاري اڪبرآبادي:** اردو ٻوليءَ جو شاعر ۽ اديب. جنهن 1919ع ۾ اڪبرآباد. ڀارت ۾ جنم ورتو هن منشي فاضل اديب ۽ اديب عالم جا امتحان پاس ڪيا. سترهن سالن جي عمر کان شاعريءَ جي شروعات ڪيائين اوائلي دور ۾ افسانا به

لکيائين جيڪي "آج ڪل" (دهلي)، "اضطراب" (لکنؤ)، "حريم" (لکنؤ)، "محشر خيال" (دهلي) ۽ "حريت" (دهلي) ۾ شايع ٿيا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ لڏي آيو ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1957ع ۾ حيدرآباد مان اردو رسالو "نئي قدرين" جاري ڪيائين. سندس اهم تصنيفن ۾ "زندگي ڪي رخ" (افسانا)، "ڪيف و رنگ" (شاعري)، "حسن تضمين" (مشهور شاعرن جي غزلن تي تضمين)، "فردوس مغليه" (مغل عمارتن جي تاريخ)، "مفڪر مهراڻ" ۽ "لسان العرب" شامل آهن. 18 آگسٽ 1958ع تي بهاولپور جي هڪ هوٽل جي ڪمري ۾ مئل لڌو ويو.

**اختر بخاري:** سيد اختر علي شاهه ولد سيد نياز محمد شاهه بخاري، مائيلو (مومل جي ماڙي) تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ 2 فيبروري 1947ع ۾ ڄائو. هن مئٽرڪ جو امتحان ڊي سي هاءِ اسڪول گهوٽڪي مان 1963ع ۾ پاس ڪيو ۽ 1967ع ۾ سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد مان بي اي پاس ڪئي. 1970ع ۾ ايم اي سياست ساڳي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪئي. 1966ع ۾ جي ايس ٽي استاد گورنمينٽ هاءِ اسڪول اوباوڙي ۾



مقرر ٿيو. 1966ع کان روزاني مهراڻ، سيد سردار علي شاهه بخاريءَ جي ادارت ۽ سرپرستيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ شاعريءَ ۽ صحافت جو استاد به سيد سردار علي شاهه کي مڃيائين. 1970ع ۾ استاديءَ کي خير باد چئي نيويءَ ۾ ڪميشن حاصل ڪيائين جنهن کي ڪن ذاتي سببن ڪري ڇڏي، باقاعدي صحافتي دنيا ۾ آيو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کان متاثر ٿي ان جي سات ۾ گڏجي ويو. سيد عبدالله شاهه جي وڏ وزارت دوران سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر رهيو. سيد حسين شاهه راشديءَ جي چيئرمينيءَ واري دور ۾ سندس واسطو ڊاڪٽر فهميده حسين، جمال ابڙو، امر جليل، مراد علي مرزا، غلام رباني آگرو ۽ تاج جويو ۽ سنڌ جي جملي ادب دوستن ۽ تاريخدانن سان رهيو. محترمه شهيد بينظير ڀٽو جي زندگيءَ تائين پ.پ.پ سان نظرياتي طور تي واڳيل رهيو. سٺو شاعر، مضمون نگار، نقاد ۽ صحافي آهي. سندس ٻه ڪتاب لکيل آهن ۽ ڇپيا نه آهن جن جا نالا: (1) مذهب ۽ عقل (2) چنگاريان (اردو) آهن. گهوٽڪي شهر ۾ "وليج پرنٽرس" نالي سان پريس هلائي رهيو آهي ۽ هفتيوار "پرهه ڦٽي" رسالو باقاعدگيءَ سان ڪڍي رهيو آهي. "مومل جي ماڙي" مائيلي جي تاريخي آثارن جي بچاءَ لاءِ سرگرم رهيو آهي ۽ علم دوست، اڳوڻي ضلعي آفيسر شفيق احمد مهيسر جي سهڪار سان ميوزيم قائم ڪرايو اٿس ۽ مومل جي ماڙيءَ جي تاريخي آثارن کي جوڙاري لوهي جهنگلو ڏيارڻ ۽ ان جي اهميت تي سيمينار ڪرائڻ سندس شاندار ڪم ۾ شامل آهي. اڄڪلهه اي.پي.پي ۽ پي.ٽي.وي سان واڳيل آهي.

**اختر بلوچ:** ون يونٽ مخالف تحريڪ ۾ جيل ياترا ڪندڙ پهرين نوجوان



عورت. سندس اصل نالو زرين اختر. پاڻ سنڌ جي ناليواري فنڪاره زرينه بلوچ جي نياڻي ۽ مشهور سياستدان غلام قادر بليجي جي گهرواري آهي. 16 ڊسمبر 1951ع تي، ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتائين. ابتدائي تعليم ٽنڊي ولي محمد جي مسلم گرلز اسڪول ۾ ورتائين. ايم اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين ۽ بهرين ٿئي پوءِ ڪراچيءَ ۾ ڪاليج ۾ ليڪچرر مقرر ٿي. پاڻ شاگرد ليڊر رهي چڪي آهي. "لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇاپيو تحريڪ" دوران جيل به وئي. جيل ۾ لکيل سندس تصنيف "قيدياڻيءَ جي ڊائري" مشهور آهي جيڪا هند ۽ سنڌ ۾ شايع ٿي شهرت ماڻي چڪي آهي. سندس نياڻي سسئي بليجو هن وقت سنڌ حڪومت ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي جي وزير آهي. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿي.

**اختر ٽانوري:** هن جو اصل نالو غلام عباس ٽانوري آهي. هو پهرين اپريل 1960ع تي ٻوڙدار وڏا ضلعي خيرپور ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي سنڌي ۽ ايم. ايڊ ڪيل اٿس. هو سٺو شاعر ۽ ڪهاڻيڪار آهي. سندس ڪيترين ئي لکڻيون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن. "روپ بهروپ" ڪهاڻين جو مجموعو 1992ع ۾ ڇپيل آهي. هو هن وقت خيرپور ميرس ۾ رهي ٿو.



**اختر حسين جدون:** سيد اختر حسين جدون ولد حبيب الرحمان جدون 20 آڪٽوبر 1970ع ۾ صوابي صوبه سرحد ۾ ڄائو. هن بي.اي عبدالله هارون ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي. پيشي جي لحاظ کان واپاري آهي ۽ مادري زبان پشتو اٿس. هو 2002ع وارين چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي ۽ ٻيهر 2008ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي چونڊون کٽڻ بعد صوبائي وزير ٽرانسپورٽ مقرر ٿيو.

**اختر حسين رائيپوري ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر اختر حسين رائيپوري اردو ٻوليءَ جو ممتاز ترقي پسند اديب، محقق، نقاد، مترجم ۽ استاد، سيد اڪبر حسين جو پٽ 12 جون 1912ع تي رائيپور ۾ پيدا ٿيو هو ڊپٽي سيڪريٽري تعليم ۽ چيئرمين ڪراچي ثانوي بورڊ، پهريون ڊائريڪٽر يونيسڪو ڪراچي ۽ وزيٽنگ پروفيسر ڪراچي يونيورسٽي پڻ رهيو. سندس تصنيفون هي آهن: 1. محبت اور نفرت 1938ع. 2. زندگي ڪا ميلا 1947ع. ڊاڪٽر اختر حسين ڪي افسانے. 4. ادب اور انقلاب. 5. روشن مينار. 6. گورڪي ڪي آپ بيتي. 7. گرد راه (خودنوشت). 8. شڪنتلا (ترجمه). 9. پياري زمين (ترجمه). 10. مقالات گارسانڊتاسي. هن نامور شخصيت 2 جون 1992ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**اختر حميد خان:** مشهور سماج سڌارڪ، سماجي سائنس ۾ مهارت رکندڙ ۽ اسڪالر ڊاڪٽر اختر حميد خان 1914ع ۾ آگري (انڊيا) ۾ ڄائو. پهريان



علي ڳڙهه ۽ پوءِ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد 1936ع ۾ هن انڊين سول سروس (ICS) جو امتحان پاس ڪري، سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي ۽ ڪيترن ئي عهدن تي ڪم ڪيائين. اڳتي هلي هن نوڪريءَ تان استعيفيٰ ڏئي پهريان هڪ ننڍڙي فئڪٽري کولي ۽ بعد ۾ جامعه اسلاميه دهليءَ ۾ هيڊماستر مقرر ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هو لڏپلاڻ ڪري اوڀر پاڪستان هليو ويو. جتي هن "ڪوميلا ۾ رورل ڊولپمينٽ اڪيڊميءَ" نالي هڪ اين جي او قائم ڪئي ۽ بنگالي هارين کي اها ترغيب ڏني ته اهي پنهنجي زندگيءَ جو معيار بهتر بنائن ۽ شهري سهوليت جي حاصلات لاءِ اين جي او جي پليٽ فارم تي ماهوار ڪا معمولي رقم بچت ڪري سيڙپ ڪن. اڳتي هلي هن بسن ۽ رڪشائن جي ڊرائيورن لاءِ هڪ اين جي او قائم ڪئي. اوڀر پاڪستان جي

بنگلاديش بنجڻ کان پوءِ ڊاڪٽر اختر حميد خان واري تصور کي عملي روپ ڏيندي "گرامين بئنڪ"، ننڍي سطح تي سيڙپ ۾ شراڪتداريءَ وارو تجربو شروع ڪيو ۽ خاص طور تي بنگالي عورتن ۾ "مائڪرو ڪريڊٽ سسٽم" کي متعارف ڪرائي ۽ ڪامياب بنائي، ڏکڻ ايشيا ۾ اين جي اوز جي ڦهلاءَ ۾ ڪردار کي مڃتا ڏياري. ڊاڪٽر اختر حميد خان اوير پاڪستان واري سانحي کان پوءِ ڪراچيءَ هليو آيو ۽ اتي 1980ع ڌاري هن شهر جي جهڳين (slums) ۾ نهايت گندي ۽ سيني شهري سهوليتن کان وانجهيل زندگي گذاريندڙ ماڻهن کي شهري سهوليتون فراهم ڪرڻ ۽ ترقياتي اسڪيمون ڏيڻ لاءِ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جو بنياد وڌو. پاڪستان سرڪار کيس سندس خدمتن جي مڃتا ۾ ستاره امتياز ۽ هلال امتياز جا اعزاز ڏنا. جڏهن ته ڊاڪٽر اختر حميد خان جي ڏنل تصور تي عمل ڪندڙ ٻين ملڪن به کيس ڪيترائي اعزاز ڏنا. جن مان فلپائن جو ميگسيسي ايوارڊ قابل ذڪر آهي. ڊاڪٽر اختر حميد خان ٻن ڪتابن جو مصنف هو ۽ هن ديس پرديس جي ڪيترن ئي رسالن ۽ اخبارن ۾ سماجي تبديليءَ بابت ڪالم لکيا.

ڊاڪٽر اختر حميد خان خود انحصاريءَ ۾ ويساهه رکندڙ هو ۽ هن هميشه پرڏيهي امداد واري ڪشڪول جي مخالفت ڪئي. هن جو فلسفو اهو هو ته "ڪابه پرڏيهي امداد يا بئنڪ ڪنهن به ملڪ ۾ ترقيءَ جي حق ۾ ناهي ۽ فقط مقامي ماڻهو پنهنجي پير تي پنهنجن علائقن، شهرن ۽ ملڪن ۾ گڏيل سهڪار واري بنياد تي ترقي ڪري سگهن ٿا". ڊاڪٽر اختر حميد خان پنهنجي پراجيڪٽ جي حوالي سان آخري وقت تائين هڪ ساک وارو سماج سڌارڪ ڪردار رهيو. 85 سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڌيءَ سان گڏ آمريڪا جي دوري تي ويو جتي دل جي دوري پوڻ سبب 9 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪيائين.

**اختر درگاهي:** شاعر ۽ اديب اختر درگاهيءَ جو اصل نالو اختر علي ميراڻي



آهي. 24 سيپٽمبر 1963ع تي سنڌ جي تاريخي شهر روهڙيءَ ۾ ڄائو. سندس پيءُ "درگاهي ميراڻي" سنڌ جو ناميارو شاعر ۽ سندس ڏاڏي ماءُ "بيگم فقيرياڻي" سنڌ جي نامياري ڪلاڪار ۽ شاعره هئي. 1980ع ۾ روهڙيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ سنڌي ادب ۽ معاشيات ۾ ماسٽر ڪيائين. هن وقت زرعي ترقياتي بئنڪ ۾ آفيسر آهي. هيل تائين سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا "گل ۽ مکڙيون" (ٻارن لاءِ) ۽ "رنگ، خوشبوءِ هوا ۽ "شاعري ڦرڪي پئي" (2000) ڇپجي چڪا آهن. هن بيدل سائينءَ جو اردو ڪلام ترتيب ڏيئي ڇپايو آهي، جنهن تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 1997ع جو 'تحقيقي ادب جو اوارڊ' حاصل ڪري چڪو آهي. سکر نئشنل سيمينار 26- 27 مئي 2001ع تي هن جو پهريون تحقيقي ڪتاب 'تذڪره جهان شاهي' ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ 2003ع ۾ سندس ٽيون تحقيقي ڪتاب "بيدل بيڪس ۽ سڪايل" شايع ٿيو. ان کان سواءِ بيدل يادگار ڪميٽيءَ پاران نڪرندڙ مخزن "بيدل" جا ڪيترائي شمارا ترتيب ڏئي ڇپائي چڪو آهي.

**اختر رند:** ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ ناٽڪ نويس اختر رند جو اصل نالو اختر علي رند آهي. هن جولاءِ فيبروري 1964ع تي ڳوٺ مير رند تعلقي ميهڙ، ضلعي دادو ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪري، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙيءَ مان 1981ع ۾ پاس ڪيائين. سچل آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان 1986ع ۾ گريجوئيشن ڪرڻ بعد پرائمري استاد مقرر ٿيو. سنڌي ادبي سنگت سان 1987ع کان وابسته آهي. ڪوٽڙي شاخ جو



سرگرم ڪارڪن ۽ سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. 100 کن ڪهاڻيون لکي چڪو آهي جيڪي ادبي رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن. سندس ڪهاڻين جا ٻه ڪتاب "ڪال گرل" (1998ع)، "ڪنوارا ڇپ" ڇپيا آهن.

اختر رند ٽي ويءَ لاءِ به بهترين ڊراما لکيا آهن. هن پهريون ڊرامو 1996ع ۾ لکيو. پاڪستان ٽيليويزن ڪراچي سينٽر تان سندس هڪ سيريل "ڪوڙاهه" آرٽ پلي "پرهه کان پوءِ"، "تباهه" ۽ "جيئڻان" وغيره نشر ٿي چڪا آهن. هن وقت به سنڌي چئنلن لاءِ ڊراما لکندو رهي ٿو.

**اختر علي جي. قاضي:** اختر علي ولد غلام مصطفيٰ قاضي 17 سيپٽمبر



1936ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. پاڻ ماهر قانون ۽ سماجي خدمتگار هو. کيس به پيرا سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيڻ جو اعزاز حاصل ٿيو. سندس والد ڪليڪٽر (ڪمشنر)، سيڪريٽري ۽ آبادڪاري ڪمشنر جهڙن اهم عهدن تي رهي چڪو هو. اختر علي، مئٽرڪ اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچي مان پاس ڪئي ۽ گريجوئيشن ايس. ايم آرٽس ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي. پاڻ شاگرد يونين جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو. هن ايس ايم لا ڪاليج مان قانون جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ ايم. اي اڪنامڪس ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪئي. هن 1957ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪئي. هو هڪ بهترين وڪيل هو ۽ بار ايسوسيئيشن جي ڪيترن ئي اهم عهدن تي رهيو. هو لاڙڪاڻي جي لا ڪاليج جو باني پرنسپال رهيو. هن لاڙڪاڻي ۾ آرٽس ۽ ڪامرس ڊگري ڪاليج جو بنياد وڌو. ان کان علاوه هو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ "لا فيڪلٽي" جو ڊين پڻ رهيو. اختر علي هڪ نوجوان جي حيثيت ۾ تحريڪ پاڪستان ۾ به حصو ورتو. هن گڏيل قومن ۾ پاڪستان جي ٻه ڀيرا 1980ع ۽ 1985ع ۾ نمائندگي ڪئي. هو 1985ع جي چونڊن ۾ وارهه ضلعي لاڙڪاڻي مان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر جي عهدي تي بنا مقابلي چونڊجي هڪ سال تائين رهيو. ان کان پوءِ فيبروري 1986ع ۾ کيس سنڌ ڪابينا ۾ شامل ڪيو ويو ۽ کيس تعليم، قانون، پارلياماني معاملا، ناڻو، ٽرانسپورٽ، مڪاني ادارا، ڳوٺاڻي ترقي ۽ رانديون جا کاتا سونپيا ويا. 1988ع ۾ غوث علي شاهه جي استعيفيٰ کان پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي ڪرنايل خاص اجلاس ۾ 10 اپريل 1988ع تي واضح اڪثريت سان ايوان جو اڳواڻ چونڊيو ۽ پڻ ڏينهن سنڌ جي وزيراعليٰ جو حلف کنيو. پر سکهر ۾ 29 مئي 1988ع تي جنرل ضياءَ طرفان اسيمبليون ٽوڙڻ سبب سندس حڪومت ختم ٿي وئي. ليڪن ٽن مهينن کان پوءِ صدر غلام اسحاق خان کيس ٻيهر 31 آگسٽ 1988ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ۽ چونڊن ٿيڻ تائين پاڻ ان عهدي تي فائز رهيو.

**اختر مينگل:** سردار اختر مينگل بلوچستان جو اڳوڻو وڏو وزير ۽ بلوچستان نيشنل پارٽي جو صدر ۽ نامياري سياستدان عطاءَ الله مينگل جو پٽ آهي. سيپٽمبر 2008ع ۾ اختر مينگل کي اٽڪل 700 ڪارڪنن سميت گرفتار ڪيو ويو هو، ڇاڪاڻ جو هو مشرف حڪومت خلاف لانگ مارچ جي تياري ڪري رهيو هو. 9 مئي 2008ع ۾ پيپلز پارٽيءَ حڪومت ۾ اچڻ تي کين آزاد ڪيو ۽ سندس خلاف سمورا الزام واپس ورتا ويا.



**اختر هالائي:** خليفو محمد عمر ولد خليفو حافظ عبدالرحمان ميمڻ 27 ڊسمبر 1917ع تي، هالا ۾ ڄائو. سندس پهريون تخلص "مجرم" هو جيڪو 1940ع ۾ بدلائي "اختر هالائي" اختيار ڪيائين. پاڻ مڪتبن ۾ پڙهيو. اردو، فارسي ۽ عربي پنهنجي وڏي پاڻ مولوي ميرمحمد "مداح" وٽ پڙهڻ ۽ لکڻ سکيو. شروع ۾ گريجوئيٽ ۽ سوسيون ائنڊو ۽ اٿائيندو هو. پوءِ خانداني پيشو يوناني حڪمت اختيار ڪيائين. هوميوپيٿڪ ۾ به عبور حاصل ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد سندس مامو محمد يعقوب "مهمان" هو. سندس ڪلام "فردوس"، "تشين زندگيءَ"، ۽ ٻماهي "مهراڻ" رسالن ۾ اڪثر شايع ٿيندو هو. 1951ع ۾ هفتيوار "تعمير" اخبار ڪڍيائين. ان تي بندش پوڻ کان پوءِ 1953ع ۾ هفتيوار "ڪوثر" جاري ڪيائين. ڪوثر جي مناسبت سان پنهنجي حڪمت خاني جو نالو به "چشمہءِ ڪوثر" رکيائين. پاڻ جيتوڻيڪ ڪيترائي اصلاحي، اخلاقي ۽ سياسي نظم به لکيائين. پر بنيادي طور هو غزل گو شاعر هو. سنڌ جي متعدد ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪيائين. اختر هالائيءَ 27 آڪٽوبر 1959ع تي وفات ڪئي.



**اختيار علي خشڪ** (راڳي): اختيار علي ولد ولي محمد خشڪ ڳوٺ حمزو خشڪ لڳ خدا آباد ضلع دادوءَ ۾ 1974ع ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. راڳ جي لگار ننڍي هوندي کان لڳل هيس. پهريائين، حاجي خان خشڪ کان راڳ سکيو. پوءِ جيئن شوق وڌندو ويس ته سکيا به مختلف استادن کان ورتائين. حافظ محمد اسحاق تلٽيءَ وارو راڳداريءَ جو وڏو ڄاڻو هو. جنهن وٽ پڻ راڳ سکيو. موري واري امانت علي کان ڳائڻ پڙاياڻين. آخر ۾ گلزار علي خان وٽ پهتو. 2003ع ۾ ريڊيو تي نصير مرزا متعارف ڪرايس. ساڳي سال ٽي وي تي ڪچهري



پروگرام ۾ سيد صالح محمد شاهه جي معرفت ڳاياڻين. سندو گيت غزل ۽ يڪتاري تي ڪافي ڪلام سنو ڳائي. سندس شاگردن جو انگ به ڪافي آهي. جن ۾ عبدالغفور جسڪاڻي، محمد قاسم فاروقي، عبدالسعيد خشڪ وغيره اچي وڃن ٿا. جلال ڪنڀي ايوارڊ ۽ خداآباد سڳا ايوارڊ ماڻيا اٿس.

عابده پروين، محمد يوسف، محمد شفيع، ٿر وارو ۽ فتح علي خان فنڪارن ۾ وڻندا اٿس. استاد بخاريءَ کي گهڻو ڳايو اٿس. اڙانڪي بهار سندس پسند جي راڳڻي آهي.

**اخلاق النبي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ رسول پاڪ جي سيرت ۽ ڪردار تي روشني وڌل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 119 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس اسٽنڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1953ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو مدينہ پريس حيدرآباد مان سال 1964ع ۾ شايع ٿيو. ساڳئي نالي سان هڪ ڪتاب مولوي صاحبڏاڏ ولد سلطان ڪوٽ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 24 آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب الحنيف پريس، جيڪب آباد مان سال 1936ع ۾ ڇپيو.

**اخلاق انصاري:** سندس پورو نالو اخلاق احمد انصاري ۽ ادبي نالو اخلاق انصاري آهي. کيس ادبي ورثو سندس والد مرحوم انيس انصاريءَ کان مليو. 24 اپريل 1957ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتائين. پرائمري تعليم، ٻي سي اسڪول لاڙڪاڻي ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ پائليٽ اسڪول مان حاصل ڪري گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان انٽرميڊئيٽ ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ مان پوسٽ گريجوئيشن ڪيائين. شروع کان ئي مختلف علمي ادبي تنظيمن "گلن جهڙا ٻارڙا"، سنڌي ادبي سنگت انڊس لٽريري فورم، انيس انصاري اڪيڊمي، ايڪسپلورر ۽ شاهه لطيف اسڪائوٽس سان سلهاڙيل رهيو. هو سٺو ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ (1) رڃ ۾ رابيل (ڪهاڻيون) (2) مان ڪائنات آهيان (ڪهاڻيون)، (3) اڌوهي (ناول)، جڏهن ته سندس ڪجهه ڪتاب ڇپائيءَ جا منتظر آهن. جن ۾ (1) زندگي ڪجهه به نه ! (2) جهڙا جهڙا چنڊ (خاڪا) ۽ (3) رت جگي مين ديکها هوا سپنا (اردو ڪهاڻين جو مجموعو) اچي وڃن ٿا. هو هن وقت گورنمينٽ ڪاليج نئين ديري ۾ ڪيمسٽريءَ جي مضمون ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ۽ سچل ڪالوني لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.



**اخلاق حسنہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر علي نواز حاجن خان جتوئيءَ جو رسول پاڪ جي اخلاق حسنہ تي لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو، آزاد بڪ ڊيپو، حيدرآباد 1957ع ۾ ڇاپيو. هن نالي سان ٻه ٻيا ڪتاب به ڇپيل آهن: پهريون ڪتاب خواجہ احمد عليءَ ۽ قاضي محمد عليءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 154 صفحا ڏنل آهن. ڇاپو پهريون، قرآن پريس، حيدرآباد مان 1962ع ۾ شايع ٿيو. ٻيو ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 184 صفحا ڏنل آهن. بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد طرفان، ڇاپو پهريون، اسلاميہ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇاپيو ويو.

**اخلاق محسني** (پاڳو پهريون) (ڪتاب): هي ڪتاب سيرت النبيءَ تي محمد صديق مسافر جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 197 آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو لکيل آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1943ع ۾ ڇپيو. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو پاڱو ٻن محمد صديق مسافر جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 214 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ، حيدرآباد طرفان سال 1947ع ۾ شايع ٿيو. ساڳئي نالي سان هڪ ڪتاب پروفيسر ڊاڪٽر نبي بخش قاضيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 141 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. آزاد بوڪ ڊيپو حيدرآباد سال 1957ع ۾ ڇپايو.

**اخلاق محمدي** (ڪتاب): حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو رسول اڪرم صلي الله عليه جي سيرت پاڪ تي لکيل منظوم ڪتاب. پهريون ڀيرو 1916ع ۾ ڇپيو ۽ 1978ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ان جو ٽيون ايڊيشن شايع ڪيو. ڪتاب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي اخلاق، ڪارونهوار ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جا ڪيترائي ايمان افروز واقعات نهايت اثرائتي ۽ دلنشين انداز ۾ بيان ڪيل آهن.

**اخلاق نامہ امام غزالي** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالڪريم الديروي‌ءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 96 صفحا آهن ۽ قيمت سوا روپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. مهتمم مدرسہ عربيہ دارالقرآن ميهڙ 1963ع ۾ ڇاپيو. هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب مولانا عبدالڪريم چشتيءَ شڪارپوريءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 78 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. مدرسة القرآن ميهڙ سال 1955ع ۾ ڇاپيو.

**اخلاقي جواهر** (ڪتاب): هي ڪتاب مخدوم محمد صالح ٻٽيءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 66 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. محمد يوسف اينڊ برادرس، حيدرآباد. سال 1951ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پاڪ پرنٽنگ پريس مان 1951ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو ٽيون ڇاپو فردوس پرنٽنگ پريس مان 1956ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ 80 صفحا شامل هئا.

**اخلاقي گلدستو عرف نيڪ اخلاق ۽ نيڪ عمل** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف علي خان ابڙو آهي. هن رايل سائيز ڪتاب ۾ صفحا 88 آهن ۽ قيمت 5 آنا آهي. مدن لعل پوڪرداس حيدرآباد. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو چندن پريس، حيدرآباد مان 1940ع ۾ ڇاپيو. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1950ع ۾ آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس وارن تاج محل پريس، حيدرآباد مان شايع ڪيو.

**اخوان يوسف عرف يوسف زليخا (حصو ٻيو)** (ڪتاب): هي ڪتاب خليفي غلام الله جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 108 آهن ۽ قيمت 2 رپيا آهي. جيڪو ريڙهي مل ڪنڌمل ورهاڱي کان اڳ لاڙڪاڻي مان ڇاپيو.

**اداره انسانيت حيدرآباد**: هي ادارو سنڌ جي نامور اديب، صحافي، عالم، دانشور ۽ قومي ڪارڪن محمد عثمان ڏيپلائيءَ سنہ 1952ع ۾ قائم ڪيو. هن اداري کي قائم ڪرڻ جو مقصد ڏيپلائي صاحب هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي: "اڄ انسانيت جن پريشانين ۽ تڪليفن مان لنگهي رهي آهي، سا ڪنهن کان به ڳجهي ڪانهي. سڀ کان وڌيڪ ڏک پري ڳالهه اها آهي ته انهن پريشانين ۽ تڪليفن جو ڪارڻ به انسان پاڻ ئي آهن ۽ فقط اڻ ڄاڻائيءَ سبب ئي هو پاڻ کي تڪليفون ۽ پريشانيون ڏئي رهيا آهن. دنيا جي دانشورن انهيءَ ڳالهه کي محسوس ڪري اهڙا ڪتاب لکيا آهن، جن جي پڙهڻ، دل سان هنڊائڻ ۽ عمل ڪرڻ سان انسان ذات تان ڏک ۽ تڪليفون لهي سگهن ٿيون خوشيءَ سان پرپور ٿي وڃن ٿيون."

مٿئين مقصد جي پورائي ۾ هن اداري طرفان جديد ترقي پسند سوچ جي نمائندگي ڪندڙ عالمي لکڻين کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪرائي شايع ڪيو ويو. اهڙين لکڻين ۾ "انسان جي تاريخ" (مصنف: محمد عثمان ڏيپلائي)، "پيغام لطيف" جا ابتدائي باب (مصنف: جناب جي ايم سيد)، خواجه احمد عباس جو ناول "چارڏاڻا" (مترجم: ابن حيات پنهور)، والٽ ويٽمن جو ڪتاب "آمريڪي شاعر" (مترجم: احسان بدوي)، غلام حيدر چاماڻيءَ جو ڪتاب "ماٺهو ۽ ڌرتي"، ڪرشن چندر جو ناول "غاريءَ جي سجاڳي" (مترجم: عبدالغفور انصاري)، ڪرشن چندر جو ناول "سج ڏکڻ مان ٿو ابري" (مترجم: سراج الحق "بسمل")، ڊيل ڪارنيگيءَ جو ڪتاب "راحت ڀري زندگي" (مترجم: محمد عثمان ڏيپلائي)، ڊاڪٽر صادق جو ڪتاب "چمڪندڙ زندگي" (مترجم: محمد عثمان ڏيپلائي) شامل آهن. هي ادارو سنہ 1950ع ۾ ڏيپلائي صاحب جي مارشل لا تحت گرفتاريءَ کان پوءِ ختم ٿي ويو.



**اداره لطيفي حيدرآباد**: هي ادارو محمد عثمان ڏيپلائيءَ سن 1949ع ۾ لطيفي ڪلام جي اشاعت ۽ فڪر جي تبليغ واسطي قائم ڪيو. اداري طرفان 1950ع ۾ "شاهه جو رسالو" شايع ڪيو ويو. جنهن ۾ اُن وقت تائين شاهه سائينءَ ڏانهن منسوب سموري ڪلام کي يڪجا ڪري محفوظ ڪيو ويو. اڳتي هلي "شاهه جي رسالي جو نمبر" ۽ "شاهه جا گم ٿيل بيت" پڻ شايع ڪيا ويا.

**ادا سائين** (رسالو): نت ڪت گروپ آف پبليڪيشن، حيدرآباد ٻاران سنڌيءَ ۾ ٻارن جو هي ماهوار رسالو "ادا سائين" ڊسمبر 2006ع ۾ حيدرآباد مان شايع ڪيو ويو. هن رسالي جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين نواز علي پٺر ۽ چيف ايڊيٽر محمد وسيم خان آهي. رسالي جو ايڊيٽر خالد آزاد آهي. جڏهن ته قربان شيخ ۽ روپلو جويو اسسٽنٽ ايڊيٽر آهن. هي رسالو پنهنجي دور جو ٻارن جو معياري ۽ سڀ کان وڌيڪ شايع ٿيندڙ رسالو رهيو آهي. هن رسالي ۾ نوجوان ليکڪن کان سواءِ معروف ليکڪ ڊاڪٽر ادل سومرو، اياز گل، نصيرمرزا، علي دوست عاجز ۽ ٻيا مستقل لکندا رهيا آهن. هن رسالي ۾ ٻارن جي ڪهاڻين، شعرن ۽ مضمونن سميت مستقل سلسلا، جهڙوڪ: ڪتابن سان ڳالهيون، خبرون چارون، ٻالڪ ڊائري، پروفائيل ۽ سپ رنگ وغيره شايع ٿيندا رهيا آهن. هي رسالو نت ڪت گروپ آف



پبليڪيشن حيدرآباد پاران شايع ٿي. بي -7، نسيم اپارٽمينٽ حيدرآباد مان پڌرو ٿئي ٿو رسالي جي سائيز ڊيمي ۽ صفحا 80 آهن.

**اُداس واديون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ جو لکيل ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 241 صفحا آهن ۽ قيمت 20 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. زندگي پبليڪيشن حيدرآباد طرفان. سال 1964ع ۾ ڇاپيو ويو.

**اُداسيءَ جون آهون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب الهه بخش ٽالپر جو لکيل ناول آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 192 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. اداره آواز ادب طرفان. سنڌ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1943ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، جنهن ۾ 167 صفحا آهن. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس طرفان مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1967ع ۾ شايع ٿيو.

**آدباڻي**: مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو رستماڻين جو هڪ پاڙو.

**ادب سنڌ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غلام حيدر گبول جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 60 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. محمد يوسف اينڊ برادرس، حيدرآباد. سال 1952ع ۾ ڇپايو.

**ادب ۾ قدرن جو سوال** (ڪتاب): تنقيدي مضمونن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ليکڪ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو لکيل آهي. جيڪو ڪرائون سائيز جي 181 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي قيمت ساڍا ٽي رپيا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب سورٺ پبليڪيشن بمبئيءَ طرفان 1974ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

**ادب ۽ تنقيد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل" جو تنقيد جي فن تي لکيل مشهور ڪتاب آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 533 صفحا آهن ۽ قيمت 4 روپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1949ع ۾ شايع ڪيو.

**ادب ۽ مروت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اُڌمل سترامداس سنڌيءَ ۽ جڳتراءِ ايسرداس ڪنڌجي لکيو هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 128 آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. ميسرس اڌمل ۽ جڳتراءِ حيدرآباد وارن اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1929ع ۾ ڇپايو.

**ادبي آئينو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ليکراج ڪشنچند عزيز جي مضمونن جو مجموعو آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 136 صفحا آهن ڪتاب جي قيمت ٽي رپيا آهي. ڇاپو ٻيو سنڌي ادبي مجلس. تاج محل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان. سال 65 – 1964ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون. پريس مان ساڳئي اداري، سال 67 – 1966ع ۾ ڇپايو هن جو هڪ ڇاپو ڀارت ۾ پڻ ڇپيو آهي.

**ادبي اصول** (ڪتاب): هي ڪتاب غلام محمد شاهواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ڪرائون سائيز جو آهي ۽ ان جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. خيرمحمد حاجي سليمان نظاماڻيءَ، آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد سال 1954ع ۾ هن جو ٻيو ڇاپو ڇپايو ۽ ڇاپو ٽيون. سال 1962ع ۾. ڇاپو چوٿون 1965ع ۾. ڇاپو پنجون. فردوس پرنٽنگ پريس مان سال 1969ع ۾ ڇپيو ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو پڻ غلام محمد شاهواڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 95 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس. آفتاب اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ادبي انتخاب** (ڪتاب): هيءُ جيڪي خليل جبران جي تحريرن جا ترجما آهن. ڪتاب عثمان علي انصاريءَ جي ترجمو ڪيل پنجن افسانن تي مشتمل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ هڪ سؤ صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. سنڌي ادب جي صلاحڪار بورڊ. هيءُ ڪتاب الوحيد پريس ڪراچيءَ مان، سال 1942ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ادبي اوسر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر غلام علي الانا جو ترتيب ڏنل آهي. هن ۾ مختلف ليکڪن جا تحقيقي ۽ ادبي مضمون سنڌي ادب جي مختلف صنفن بابت شامل آهن. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 134 صفحا آهن ۽ قيمت سوا ٻه رپيا ڄاڻايل آهي. سنڌي زبان پبليڪيشن طرفان اُن جو پهريون ڇاپو سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1967ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ادبي اهڃاڻ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا غلام محمد گراميءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 106 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. مصنف پاڻ هاري حقدار پريس حيدرآباد مان ڇپايو.

**ادبي تحريڪون**: مجموعي طور تي اهي لاڙا جيڪي سڄي دنيا سميت سنڌ ۾ به "ادب براءِ ادب" جي ڪاٺي ۾ اچن ٿا تن جي شروعات سرمائيداريءَ جي سامراج واري دور ۾ داخل ٿيڻ تي ٿي. ٿلهي ليکي اهو دور وڪٽورين دور کان شروع ٿئي ٿو جنهن جا پهريان فلسفي پيٽر (نقاد) ۽ وليم موِرس (نقاد ۽ شاعر) ڄڻي سگهجن ٿا. اهو سوچ لڳ ڀڳ 1860ع کان 1890ع ڌاري پيدا ٿي. ۾ ٽئين دور ۾ ڏاڍيءَ تيزيءَ سان جوان ٿي. ان کي تباهيءَ جي وڏيڪ ذميداري فرانس تي لاڳو ٿي. انهيءَ تحريڪ جي مقابلي ۾ اها تحريڪ هلي. جنهن کي حقيقت پسندي (ريئلزم) جيو وجهي ٿو انهيءَ جو سڀ کان نمايان نمائندو فرانس جو بالزڪ (Balzac) هو. سندس مشهور ناول "پوڙهو گوريو" آهي.

ان تحريڪ کانپوءِ جيڪا تحريڪ هلي. اها نيچرلزم (فطرت پسندي) سڏي وئي. اها ريئلزم کان ان معنيٰ ۾ مختلف هئي ته ان ۾ سماجي پيغام گهٽ ٿيندو آهي. ان جو نمائندو فرانس ۾ "زولا" (Zola) آهي. جنهن جي هڪ ڪتاب جو نالو جرمينال (Germinal) آهي.

ان کانپوءِ فطرت نگاريءَ جون ٻه ٽي شاخون ٿي ويون. جن مان هڪ اظهاريت (Expressionism) آهي ۽ ٻي تاثريت (Impressionism). انهن لاڙن مطابق اديب ۽ فنڪار جيڪي ڏسن ٿا. سو لکن ٿا يا چٽين ٿا ۽ اهي جيڪي ڪجهه ڏسن ٿا. ان ۾ جيڪلهن ڪا ترتيب آهي به. ته ان تي سوچڻ يا سمجهڻ انسان جي وس جي ڳالهه ناهي. اهي لاڙا ادب ۽ فن جي ٻين شاخن جي پيٽ ۾ مصوريءَ ۾ وڌيڪ ملن ٿا.

اظهاريت: خارجي دنيا ۾ الڳ شيون موجود آهن. جڏهن فنڪار انهن شين مان چونڊ ڪري ڪين بي ترتيبيءَ سان رکي پيش ڪري ٿو. تڏهن اهو عمل اظهاريت جي دائري ۾ اچي ٿو ٻين اکرن ۾ ٻاهر جي شين کي محسوس ڪري يا انهن جو اثر وٺي پوءِ انهن کي ٻيهر خارجي دنيا ۾ مصوريءَ يا ڪنهن ٻيءَ صورت ۾ تخليق ڪرڻ اظهاريت آهي.

تاثريت: جهڙيءَ ريت خارجي دنيا ۾ الڳ شيون آهن تهڙيءَ طرح انسان جي اندر ۾ به الڳ جذبا موجود آهن. هتي الڳ جذبن مان مراد آهي ذهن ۾

ادبي تحريڪون

تمام گهڻن اڻپورن ۽ منجهيل خيالن ۽ جذبن جي موجودگي. جڏهن ڪو آرٽسٽ پنهنجن اهڙن جذبن کي جيئن جو تيئن بي ترتيب انداز سان پيش ڪري ته اهو آرٽ هن دائري ۾ اچي ٿو.

نقاد چون ٿا ته بنهي لاڙن کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان اها حقيقت سمجهون ته دنيا ۾ هر موجود شئي ڪنهن نه ڪنهن قانون يا ترتيب هيٺ هوندي آهي. جڏهن تخليق ڪار، تخليق جي عمل ۾ ان ترتيب کي ڇڏي ٿو ڏئي ته انتظام جو قانون (Law of governing) نه فقط گم ٿي وڃي ٿو پر فنڪار پنهنجي هٿ سان ڄاڻي واڻي وڃائي ٿو اهڙيءَ طرح سان تخليق جو منطقي عنصر گم ٿي وڃي ٿو اهو زندگيءَ جي عمل تي گهٽ مشاهدي ۽ گرفت جو اظهار آهي. تنهنڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته هن آرٽ ۾ فقط اڻپورو اظهار ٿئي ٿو جڏهن ته ان جي تشريح ۽ ڇنڊڇاڻ کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو.

زندگيءَ کي نه سمجهڻ ۽ صرف پنهنجي بي ترتيب خيالن ۽ جذبن جي ڇاڻ هڻڻ انهن ادبي لاڙن کي جنم ڏنو جن کي سريئلزم (Surrealism) يا سپرنيچرلازم، دادا ازم ۽ ڪيوب ازم (Still life) وغيره چيو وڃي ٿو. ڪيوب ازم ۾ محض Shade Study ٿيندي آهي. جنهن ۾ "ٽپايي" جهڙي ڪنهن شئي جو وجود ڪونهي. مجموعي طور تي انهن سڀني لاڙن ۾ داخليت پسندي پنهنجي انتها پسندي تي آهي.

وجوديت (Existentialism): وجوديت جو بنياد، ذات جي بيگانگي تي آهي. اها سرج پيداوار جي جديد طريقن جي مهرباني آهي. جيڪا فرد کي ملي ٿي. ان ۾ فرد محروميءَ جي احساس کان لاتعلقي ۽ ويڇارگيءَ جي احساس ڏانهن گهڻو ڪجهه ڪري ٿو ۽ ائين محسوس ڪري ٿو ته سندس باري ۾ هر فيصلو اڳواٽ ٿي ٿي چڪو آهي. اهو مقدريت (Fatalism) جو هڪ قسم آهي. جنهن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جو رنگ ڪهڙو هجي يا سندس شڪل ڪهڙي هجي، سندس وس ۾ نه آهي. اهڙيءَ طرح سندس وس ۾ اهو به ڪونهي ته هو پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙي شئي جي چونڊ ڪري. چونڊ (Choice) جو اهو مسئلو، وجوديت جو بنيادي اسم آهي. جنهن جي چوڌاري انساني ٽريجڊيءَ جو ڊرامو ڦري ٿو. انهيءَ فلسفي جو باقاعدي موجد ويهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ ڊينش فلسفي ڪرڪي گراڊ (Karki Gerad) هو ۽ هن فلسفي جو سڀ کان مشهور مصنف سارتر آهي. جنهن جي وجوديت ۾ نفسيات ۽ مارڪسزم مليل آهن.

وجوديت بنيادي طور تي خيال پرستيءَ جي هڪ تنيزي شاخ آهي. جنهن جو بنياد مادي جي بدران شعور تي آهي. جديد سائنس ثابت ڪري چڪي آهي ته اوليت مادي کي ٿي آهي. جنهن ڪري شعور پيدا ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن مادو نه هجي ها ته شعور به نه هجي ها. پر خيال پرستيءَ جي اصول هيٺ شعور کي اوليت آهي. تنهن ڪري مادي جي هئڻ يا نه هئڻ سان ڪو به فرق نه ٿو پوي.

وجوديت جي نظرئي جي ارتقا به دلچسپ مرحلن ۾ ٿي آهي. ايستائين جو هاڻي سارتر جي وجوديت ۾ مارڪسزم جو هلڪڙو ٿي سهي، پر رنگ موجود آهي. وجود جي موجودگيءَ لاءِ پهريون اصول اهو آهي ته خارج تي سوچڻ فضول آهي. ان ڪري پنهنجي اندران ئي وجود جو ثبوت ڪڍي سگهجي ٿو يعني: سامهون جيڪو پٿر يا ڪرسي يا ٻي جيڪا به شئي نظر اچي ٿي. اها ڪو به ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري ان تي سوچڻ اجايو آهي. ۽ خارج واري شئي واقعي آهي يا ناهي سو ثابت ڪرڻ ڪنهن جي به وس جي ڳالهه ڪونهي.

ڪانٽ، هيگل کان به سئو سال پهرين وجود کي پرکڻ لاءِ وجود جي حقيقت جا به درجا ٺاهيا، يعني: پهريون "شئي جيڪا جيئن آهي" (The thing in itself) ۽ ٻيو "شئي جيڪا جيئن نظر اچي ٿي" (The thing as seen). ڪانٽ پهرين درجي جي پرک لاءِ چيو، "اهو ڄاڻڻ ممڪن ئي ڪونهي."

ڊيڪارٽ، انساني وجود جو فلسفو ڏيندي سوچڻ جي عمل کي بنياد ٺاهيندي چيو ته "مان سوچيان ٿو انهيءَ ڪري مان آهيان" ان کان ڪافي پوءِ تقريباً 1750ع ۾ روسو ۽ سندس پوئلڳن جذبات کي بنياد ٺاهيندي فلسفي کي هيءَ شڪل ڏني ته "منهنجي اندر ۾ جذبو پيدا ٿئي ٿو انهيءَ ڪري مان آهيان" اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري باڊليئر محسوسات کي بنياد ٺاهي، فلسفي کي اڳتي وڌائيندي چيو ته "منهنجا پنج حواس ڪم ڪن ٿا انهيءَ ڪري مان آهيان."

انهيءَ ڳالهه کي ويهين صديءَ جي وچ ڌاري ريمبو (Rainbow) ڪجهه بهتر ڪندي چيو ته "منهنجا پنج حواس اُبتڙ ڪم ڪن ٿا، انهيءَ ڪري مان آهيان" هن خيال ۾ جيڪا اضافي ڳالهه آهي سا آهي خارج سان رابطو يا (Contact). حواس اُبتڙ ڪم ڪن ٿا، معنيٰ: "منهنجا احساس اندر کان ٻاهر نڪري خارج کي ڇهي يا تعلق ۾ اچي، وري پيهر موٽي اچي اطلاع ڏين ٿا."

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران البرٽ ڪاميو انساني ذهن کي بلڪل ئي خارج ڪري ڇڏيو ۽ وجود کي مشڪوڪ بڻائيندي چيو ته "مون کان غير ارادي طور بي معنيٰ ۽ بي مقصد فعل سرزد ٿي سگهي ٿو انهيءَ ڪري شايد مان هجان!."

نيچرلزم (فطرت پسندي) ۽ وجوديت جي اهڙن ئي لاڙن سنڌي ادب تي به گهرو اثر وڌو آهي. جن تي تنقيد ڪندي محترم لعل پشپ چيو ته "ٽئين ڪهاڻي اڄ جي ٽٽل انسان جي ٽٽل من ۾ ٽٽل مقصدن ۽ خواهشن جو ٽٽل لفظن ۾ ٽٽل اظهار آهي. ٽئين ڪهاڻيءَ ۾ انسانيت جو مفهوم بلڪل مبهم آهي. اها انفراديت جي قبر تي بيمار روشني ڏيندڙ هڪ ڏيئو آهي. ان ۾ چترنگاري آهي ئي ڪانه."

محترم لعل پشپ جي مٿين سٽن ۾ وڏي جان آهي. دراصل اها ان ڳالهه جي تصديق آهي ته داخليت تي ٻڌل سمورا لاڙا، جهڙوڪ فطرت نگاري وارا ازم، سريئلزم، ڪيوب ازم، وجوديت وغيره وڏي ڪينواس تي، "ادب براءِ زندگي" بدران "ادب براءِ ادب" واري لاڙي جي نمائندگي ڪن ٿا. جنهن ۾ ليکڪ جي سماج ڏانهن ڪنهن به قسم جي جوابداري نه هوندي آهي.

**ادب ۾ اسٽائل، فارم ۽ مواد:** ادب ۽ آرٽ ۾ ڪجهه فارم (گهاڙيٽا) مروج هوندا آهن. مثال طور ادب ۾ ناول، ڊرامو، غزل يا وائي وغيره ۽ فن مصوريءَ ۾ اسٽل لائيف، ڪارٽون، پورٽريٽ ۽ لينڊ اسڪيپ وغيره انهن مروج فارمن (Forms) منجهان فائدو اهو ٿيندو آهي ته نه رڳو ليکڪ يا فنڪار کي پنهنجو مواد ترتيب ڏيڻ ۾ مدد ملندي آهي، پر بنيادي طرح سان مواد پاڻ اهو طئه ڪندو آهي ته سندس شڪل يا ٻيهڪ ڪهڙي هجي/ هئڻ گهرجي. جڏهن ايئن نه ٿيندو آهي (مثال طور آزاد نظم ۾ ايرندڙ مواد کي زبردستي غزل يا وائيءَ جي شڪل ڏيڻ) تڏهن مواد ۽ شڪل جو پاڻ ۾ تعلق ناميابي بدران روايتي ٿي ويندو آهي. يعني ٻئي لازم ۽ ملزوم نه رهندا آهن.

ڪنهن چيو آهي ته "اسلوب (اسٽائل) شخصيت آهي." اسٽائل ڪو مشيني عمل يا انداز نه ٿيندو آهي پر اهو لکندڙ جي روح جو اظهار آهي. اسان اسٽائل (اسلوب) کي ٻن پهلوئن ۾ ورهائي سگهون ٿا. پهريون فني ٻيو روحاني. هتي روحاني مان مراد مذهبي روحانيت نه آهي. پر اندر جي احساس ۽ اظهار جي شدت جي معنيٰ سان آهي. ٻئي طرف فني پهلو آهي. يعني بيان يا اظهار جو مخصوص انداز.

فن جي ٽيڪنڪي پهلوءَ کي پينٽنگ جي عمل ۾ بهتر طريقي سان سمجهي سگهجي ٿو پينٽنگ اظهار جو هڪ ذريعو آهي. جنهن ۾ مختلف فارم آهن. جهڙوڪ اسٽل لائيف (جامد زندگي)، پورٽريٽ (صورت ڪشي)، لينڊ اسڪيپ (نظارو) ۽ ڪارٽون وغيره. فرض ڪجي ته اسان جو موضوع ۽ مواد (Matter) 'ڏپ' آهي. جنهن کي اسان صورت ڪشيءَ (پورٽريٽ) جي فارم

۾ ماڻهن تائين پهچائڻ گهرون ٿا. جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ آرٽسٽن کي چئبو ته هو پنهنجي مخصوص انداز ۾ "ڊپ" کي پورٽريٽ (صورت) جي فارم ۾ پينٽ ڪن. ته هر هڪ پنهنجي مزاج مطابق رنگ به چونڊيندو ته "چهڪ" (Stroke) به مختلف هوندو. ڪو برش استعمال ڪندو ته ڪو مصوريءَ وارو چاقو (Painting Knife) ڪو واٽر ڪلر (پاڻيءَ وارن رنگن) جي چونڊ ڪندو ته ڪو "آئل ڪلر" جي يا وري ماڳهين پينسل اسڪيچ (خاڪو) تيار ڪندو. هر آرٽسٽ جو هڪ پنهنجو انداز هوندو. جيڪڏهن ڪي ٻه ٻه آرٽسٽ آئل ڪلر (تيلائي رنگ) استعمال ڪندا ته به ٻنهي جي انداز ۾ فرق هوندو. يعني ڪو رنگ ورچ (Colour mixing) ڪندو ته ڪو چهڪ (Stroke) هڻندو. جوڻ ڪي ته انهن کي به فارم جون مختلف شاخون چئي سگهجي ٿو ۽ اهي طرزون آهن. در اصل مواد، فارم ۽ طرز (اسٽائيل) هڪ ئي ڪل جا جزا آهن. تنهنڪري هر هڪ کي ٻئي کان بلڪل ڌار ڪري نٿو سگهجي.

رومانوي شاعر، گهڻو ڪري پنهنجو فارم پاڻ ٺاهيندا آهن. جڏهن ته ڪلاسيڪي اديب اڳ ڏنل يا مروج فارم کي استعمال ڪندا آهن. جيئن ته مواد، فارم ۽ اسٽائيل جو ڪل ۽ جز وارو تعلق آهي. تنهنڪري ڪل جي جيڪا معنويت آهي، سا ان جي هر جز کان نه رڳو وڌيڪ هوندي آهي، پر ان کان ڌار ۽ مختلف هوندي آهي. جيڪا سمورن جزن جي مجموعي ۾ نه ملي ٿي سگهي. پر جزن ۾ نه ملندي. عام مثال لاءِ اسان آئينو وٺي سگهون ٿا. جنهن ۾ شيشو، ابرق ۽ رنگ جزن جي حيثيت ۾ شامل آهن. انهن جزن ۾ پنهنجي ليکي آئينو بڻجڻ جي ڪا به صلاحيت ڪانهي پر انهن مختلف ذاتن جي ملڻ سان هڪ نئين شئي وجود ۾ اچي وڃي ٿي. جنهن جي خصوصيت پنهنجن جزن کان بلڪل نئين ۽ مختلف آهي. ٻئي مثال لاءِ خود انساني وجود تي نظر وجهي سگهجي ٿي. جنهن ۾ بي حساب مختلف ڪيميائي مادن ۽ ذاتن جا جزا آهن. پر انهن جي مخصوص ترتيب هڪ نئين ۽ مختلف شئي "انسان" کي منظر عام تي آندو آهي.

ان حقيقت (يعني نئين ۽ بهتر شئي جي وجود ۾ اچڻ) جي اظهار کي (Significant form) چئبو آهي. (ان تي لکڻ وارا سي ڊي لوئس (C. Day Lewis) ۽ هربرٽ ريڊ آهن. ٻئي چڱا شاعر ۽ نثر نگار هئا).

ڪنهن تجربي يا مشاهدو کي ڪو به ٻيو شخص (پڙهندڙ) ان وقت پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪري سگهي ٿو جڏهن آرٽسٽ يا شاعر ان تجربي کي مجموعي طور تي ۽ ان تجربي يا مشاهدي جي جزن سان گڏ تخليق ڪري. هتي اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته شاعر ماحول جي ڪنهن به واقعي يا شئي مان اثر وٺي ان کي ڪاغذ تي جيئن جو تيئن اتارڻ جو ڪم (reproduce) نه ڪندو آهي. پر هو ان واقعي کي ذهن يا ڪاغذ تي نئين سر تخليق (recreate) ڪندو آهي. جيستائين تجربي کي مجموعي طور تي ۽ ان تجربي جي جزن سان گڏ تخليق جو ذڪر آهي ته ان کي هن ريت ڏسي سگهجي ٿو ته جڏهن اسان ڪا رڙ ٻڌون ٿا تڏهن اسان ان رڙ جي ڪارڻ جو فقط ڪو اندازو ئي لڳائي سگهون ٿا ته اها خوف کان رڙ ٿي سگهي ٿي. پر ڇا جو خوف هوندو؟ تنهنجو اندازو نه ٿا لڳائي سگهون. اهڙيءَ طرح جيستائين تخليق مهل به ان رڙ جي پويان لڪل جزا مجموعي طور تي تجربي جي جزن سان گڏ ٻيهر تخليق نه ڪيا ويندا. تيستائين ٻيو شخص (پڙهندڙ) پنهنجي اندر ۾ ان رڙ کي محسوس نه ڪري سگهندو.

**ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي. جنهن جا ٻه ڇاپا اچي چڪا آهن. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب سنڌي ادبي اڪيڊميءَ، ٻاران پهرين 1997ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ ان کي سڌاري ٻيهر 2002ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ ادبي تنقيد جي فن ۽ ان جي تاريخ تي تفصيل سان روشني وڌل آهي. جنهن ۾ يونان کان سنڌ تائين اهم تنقيدي نظرين ۽ ڪتابن تي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾ "ادبي وابستگي ڇا آهي" جي عنوان سان ادب ۽ اديب جي ذميداريءَ تي لکيو ويو آهي. ان کان سواءِ ٻي گري جي جڳ مشهور ڪتاب "ڪمپوسيشن آف پوئٽري" جو سنڌي ترجمو "ادب جي ساڄاهه" جي نالي سان ڪري هڪ باب طور شامل ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب کي اڪادمي ادبيات پاڪستان ٻاران 2002ع جي بهترين سنڌي ڪتاب جو اوارڊ پڻ ملي چڪو آهي. هي ڪتاب سنڌ جي يونيورسٽين ۾ ايم. اي (سنڌي) جي ڪورس تي پڻ رکيل آهي.

**ادبي جوهر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عابد لغاريءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 427 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا ڇاپايل آهي. رهبر پبليڪيشن طرفان ڇپيل ڇاپو انڊس پرنٽرس، شاهد پرنٽرس ۽ خادم وطن پريس، حيدرآباد مان سال 1961ع ۾ ڇپيو.

**ادبي خزانو** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مرحوم غلام محمد شاهواڻي آهي. جيڪو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، شاهي بازار، حيدرآباد وارن ڇپيو. ڪتاب جا صفحا 114 آهن ۽ قيمت هڪ رپيو آهي. ان جو ڇاپو پهرين 1955ع ۾ شايع ٿيو.

**ادبي خزانو**[2] (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو هڪ ڇڙا ڪتاب عابد لغاريءَ جو لکيل آهي. هن ڊبل ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 323 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڇاپايل آهي. رهبر پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان ان جو ڇاپو پهرين، جمالي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1968ع ۾ پڌرو ٿيو.

**ادراڪي بيگلاري**: سنڌ ۾ ڏهين صدي هجريءَ جو مشهور فارسي گو شاعر، تاريخدان ۽ ترڪ قبيلي ارغون سان تعلق رکندڙ هو. هن خاندان جو مرڪز نصرپور هو. ادراڪيءَ پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن هتي ئي گذاريا ۽ هتي ئي وفات ڪيائين. هن جي بهترين تصنيف "مثنوي چنيسر نامہ" آهي. جيڪا هن پنهنجي ممدوح مير ابوالقاسم بن شاهه قاسم زمان بن سيد قاسم بيگلاريءَ جي فرمائش تي 1601ع ۾ لکي. هيءَ مثنوي، سنڌي ادبي بورڊ ٻاران شايع ٿيل آهي. سندس ٻي تصنيف "بيگلار نامہ" آهي. جنهن ۾ هن ميرابوالقاسم جي والد، شاهه قاسم خان (1017هه/1658ع) جي لڙاين کي فارسي نثر ۾ لکيو آهي. سندس هيءُ ڪتاب ترخاني دور متعلق هڪ مستند دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

بيگلارن جو قبرستان نصرپور جي ويجهو، ٽنڊي الهيار- ٽنڊي آدم روڊ تي، اولهه طرف، 'تورڪيءَ' جي ڳوٺ ۾ 'ميين ونهيين' جي مزار جي ويجهو آهي. جنهن کي "تورڪيءَ وارو قبرستان" به سڏين ٿا. ادراڪي بيگلاري به انهيءَ قبرستان ۾ مدفون آهي.



**اَدرڪ**: هڪ قسم جو وکر، جيڪو اصل ۾ ٻوٽي جي پاڙ آهي. هيءَ هٿ جي آڱرين وانگر ڳنڍين واري ٿئي ٿي. شڪل ادرڪ کي "ٿنڊ" چئبو آهي. اُن جي ڪل ميراڻ تي مائل، خاڪي رنگ جي ٿئي ٿي. ان جو ذائقو تيز ٿيندو آهي.

طعام رڌڻ ۾ مصالحي طور ڪم اچي ٿي.

عام طور ادرڪ گرم خشڪ آهي. جنهن کي سياري جي موسم ۾ گھڻو استعمال ڪيو ويندو آهي. هن کي گھريلو ٽوٽڪن ۾ گھڻو استعمال ڪيو ويندو آهي. معدي جي ڪمزوري ۽ بلغم جي گھٽائيءَ ۾ هيءَ تمام گھڻي فائديمند آهي. بادي ۽ بلغم لاءِ ته هن کي ٻهراڙيءَ جا ماڻهو به گھڻي مقدار ۾ واپرائيندا آهن. سياري ۾ ڪي ماڻهو هن جي چٽڻي ٺاهيندا آهن. ڪي سانڌائو ٺاهيندا آهن ته ڪي وري هن کي تري ڪاڌي طور استعمال ڪندا آهن ادرڪ نه رڳو سانڌاڻي ۽ ٻوڙ جي ذائقي لاءِ استعمال ڪبي آهي. پر هيءَ تمام گھڻن مرضن جي نجات لاءِ وڏي فائدي واري آهي. حڪيمن مطابق ادرڪ فالج، لقوه، بلغم، ڪنگھه، دم، نزلي ۽ زڪام لاءِ ته هڪ ٽڪ آهي. باديءَ وارين پاچين ۾ ادرڪ ملائڻ مفيد آهي. ادرڪ بک وڌائي ٿي ۽ رت کي صاف ڪري ٿي. هن جي تمام گھڻي استعمال سان هاضمي جي خرابي ٿيندي، سيني ۾ ساڙو ٿيندو، تيزابيت وڌندي، پيشاب ڳاڙهي رنگ جو ۽ ساڙو ڪندڙ ايندو. تنهن ڪري هن جو استعمال متوازن ڪرڻ گھرجي. فارسي ۽ عربيءَ ٻولين ۾ هن ٻوٽي کي "زنجبيل" يا "زنگبيل" چون ٿا.

**ادريس جتوئي:** نوجوان ليکڪ، تعليمي ماهر ۽ پبليشر محمد ادريس جتوئي 14 سيپٽمبر 1962ع تي ڳوٺ نوڙها، تعلقي مورو ۾ جنم ورتو سندس والد محمد حسن جتوئي هاري هو. سندس امڙ مريم خاتون پنهنجي اولاد کي پڙهائڻ ۾ وڏي جستجو ڪئي. ادريس جتوئي شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪئي. جڏهن ته ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نوان جتوئيءَ مان ڪيائين هن سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماس ڪميونيڪيشن شعبي مان امتيازي نمبرن سان ايم. اي ڪئي آهي.



سندس ماسٽر ٿيسز جو عنوان "پريس تي تشدد" هو هي ينگ ٿنڪرس فورم - سنڌ جو ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو آهي. ان بعد هن لطيف يونيورسٽي خيرپور مان ايم. اي (سنڌي ادب) جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن ۾ هُن ٻرڪ ڪهاڻيڪار جمال ابڙي تي تفصيلي مونوگراف لکيو جيڪو ڪتابي صورت ۾ پڻ ڇپيو آهي. 1980ع جي ڏهاڪي ۾ هن هارين جي حقن لاءِ به سرگرم ڪردار ادا ڪيو ۽ ڳوٺ ۾ وليج ويلفيئر ايسوسيئيشن قائم ڪري. ان پليٽ فارم تان ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا. جنهن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي لائبريري ڳوٺ نوڙها جو بنياد پڻ شامل آهي. سنڌ جي معروف پبليشنگ اداري "روشني پبليڪيشن" جي باني ميمبرن مان هڪ آهي. ادريس جتوئيءَ جي شاعري، مضمون ۽ تنقيدي مقالا ڪيترن ئي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن هن سنڌي ادبي سنگت جي شاخ نوان جتوئي جو الحاق 1983ع ۾ ڪرايو ۽ اڄ ڏينهن سنگت جي ميدان تان ڪيترائي ڪتاب ڇپرايا. جنهن ۾ صوفي سيد علي گوهر شاه جو ڪتاب "گوهر شاه جو گيان" ۽ نوجوان شاعر نمائي سنڌيءَ جو "ستارن مجهول" به شامل آهن

ادريس، سنڌي ادبي سنگت مرڪز کي پڻ متحرڪ ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو هن وقت سنگت حيدرآباد شاخ جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ آهي. ان کان علاوه هن مختلف اشاعتي ادارن ۾ پڻ ڪم ڪيو. جن ۾ روزاني "سنڌ" جو رپورٽر ، ماهوار "سنڌ لائن" مئگزين جو به سال ايڊيٽر (1998-2000)، 2001 کان وٺي هو تعليم کاتي جي مشهور تعليمي مئگزين "اخبار تعليم" جو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي.

هن هڪ استاد جي حيثيت سان پنهنجي ڳوٺ نوان جتوئي، قاضي احمد ۽ ڏيپارجا ۾ اسڪول ٽيچر طور آغاز ڪيو جتان پوءِ 1998ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ٻيهرين پوزيشن سان پاس ڪري 2000ع ۾ سنڌ جي قديم درسگاهه ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فارمين (هائوڪي گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج) فار ايجوڪيشن حيدرآباد ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو جتي لڳ ڀڳ 8 سال خدمتون سرانجام ڏنائين.

بعد ۾ 2005ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ڊپٽي ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ طور ڄامشوري ۾ چارج ورتي. جتي اڄ ڏينهن ذميواريون نڀائي رهيو آهي. ان دوران تدريسي ڪتابن جي مواد ٺاهڻ، ترتيب ڏيڻ ۽ ڇپائڻ ۾ پڻ فرض نڀائي رهيو آهي. ان دوران پرائمري استادن لاءِ U.S.Aid يونيوسڪو يونيسيف ۽ ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ جي تعاون سان ڪيترائي ٽيچرس ٽريننگ مينوئل ٽيچرس گائيڊس ۽ اضافي تربيتي مواد تيار ڪيا آهن هن وقت 2002ع کان وٺي هو قومي نصاب ڪميٽي (پهرين کان ٻارهين ڪلاس تائين) ميمبر ۽ نظرثاني ڪندڙ آهي. هن وقت تائين ٻولين، خواندگي، بالغن جي تعليم، ماحوليات ۽ ٻين ڪيترن نصابي مضمونن تي ڪم ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ پي. ٽي. سي ۽ سي. ٽي ڪلاسن جي نصاب ڪاميٽي جو ميمبر پڻ آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي پهرين کان ٻارهين درجي تائين جي سنڌي ڪتابن جو ليکڪ ۽ نظرثاني ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ آهي. مختلف ٽيچرس ٽريننگ پروگرامن ۾ هڪ سٺي ٽرينر طور هزارين پرائمري، سيڪنڊري استادن، هيڊ ٽيچرس ۽ ضلعي آفيسرن جي تربيت ۾ پڻ ڪردار ادا ڪيو آهي. ان کان علاوه سنڌي ٻولي اٿارٽي جي پبليڪيشن ڪاميٽي ۽ تعليمي ڪاميٽي جو ميمبر پڻ رهيو آهي. 2004ع کان وٺي هُو وفاقي وزارت تعليم جي پراجيڪٽ "نيشنل ايجوڪيشن / اسيسمينٽ سينٽر (NEAS) ۾ ايڊيٽنگ ترجمي، تجزيه ڪار طور ڪم پڻ ڪيو آهي.

ادريس جتوئي ڪيترن ئي سيمينارن، ورڪشاپن، ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪري تحقيقي مقالا پڻ پيش ڪيا آهن. کيس ڪيترائي علمي، ادبي، ايوارڊ ۽ شيلڊون مجتا سرٽيفڪيٽ مليا آهن جن ۾ سنڌي ادبي سنگت ايوارڊ (1993ع)، گولڊن جوبلي ايوارڊ: (ضلعي اندر تعليمي ۽ هم نصابي سرگرمين تي) شيلڊ: نوشهروفيروز مدرسي ۽ هاءِ اسڪول جي سؤ ساله جشن تي مقالو پڙهڻ تي) (1995ع)، محمد خان مجيدي شيلڊ (مانڪ موتي تنظيم طرفان)، حمل فقير يادگار شيلڊ (2006) ۽ سنڌي ٻولي اختياري ٻاران مجتا شيلڊ (2004).

سندس تصنيفن ۾ "جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي" کان علاوه ڪجهه ڪتاب ڇپائي هيٺ آهن هن وقت هو حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**ادريس محمد صديق:** ادريس محمد صديق ممتاز صحافي، اديب، نقاد، محقق ۽ براڊڪاسٽر 1928ع تي ٻوپي ۾ پيدا ٿيو ادريس صديقي ڪنٽرولر نيوز ريڊيو پاڪستان ۽ ڊائريڪٽر ريسرچ پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف نيشنل افيئرز پڻ رهيو ۽ کيس باباءِ اردو گولڊ ميڊل جي اعزاز سان پڻ نوازيو ويو سندس هي تصنيفون آهن 1. به مسائل تلفظ، 2. اردو شاعري ڪا تنقيدي جائزه، 3. وادي سنڌ ڪي تهذيب، 4. باباءِ سخن، 5. جاگ رها هي پاڪستان، 6. خديجته الڪبريٰ، 7. قدم قدم آباد سندس وفات 4 فيبروري 2000ع تي لاهور ۾ ٿي.

**ادريس محمد، مولوي، ڊاڪٽر:** مولوي ڊاڪٽر محمد ادريس ولد مولانا محمد قاسم سومرو، 27 سيپٽمبر 1961ع ۾ ڪنڊياري لڳ پنهنجي اباڻي ڳوٺ "جنيهاڻي" ۾ ڄائو. سندس والد محترم محمد قاسم سومرو سنڌ جو مشهور ليکڪ / مصنف آهي، جنهن جا ننڍا وڏا 70 کن ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. هن ٻاراڻي ادب ۾ پڻ طبع آزمائي ڪئي آهي.

مولوي محمد ادريس سومري "درس نظامي" 1982ع ۾ جامعه ارشاد العلوم ميرڪ ۾ مڪمل ڪيو ۽ "شهادة العالميه" 1982ع ۾ وفاق المدارس العربيه پاڪستان مان ڪيائين. جڏهن ته شاهه ولي الله دهلويءَ جي فلسفي جي تعليم، شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد مان علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ وٽ ورتائين ۽ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري (اسلامڪ ڪلچر) مان "1947ع کان پوءِ لکيل اسلامي سنڌي ڪتابن جو تنقيدي تجزيو" عنوان هيٺ 1992ع ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

1983ع کان 1992ع تائين پنهنجي مادر علمي جامعه ارشاد العلوم ۾ صدر المدرسين رهيو ۽ 1991ع کان هن وقت (2009ع) تائين جامعه انوار العلوم ڪنڊياري ۾ شيخ الحديث جي عهدي تي فائز آهي.

مولوي ادريس ڪنڊياروي پنهنجي ۽ والد جي محنت سان هڪ عاليشان ريسرچ لائبريري "قاسميه لائبريري" جي نالي سان قائم ڪئي آهي، جنهن ۾ هن وقت ٽيهن هزارن کان وڌيڪ ڪتاب ۽ رسالا موجود آهن، جن ۾ پندرهن هزار ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ آهن. پاڻ ان لائبريريءَ جو منتظم آهي. وفاق المدارس العربيه جي مرڪزي



ورڪنگ ڪاميٽي، مرڪزي مجلس فقهي، سنڌ آرڪائيوز ڪراچيءَ جي اڪوزيشن ڪاميٽيءَ ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري جو ميمبر پڻ آهي. سندس تحقيقي مقالا مختلف رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا، جن جو تعداد 40 کان مٿي ٿيندو. ڪافي تصنيفون ۽ ترجما به ڪيا اٿس. ڪيترن ڪتابن تي سندس مهاڳ، مقدما ۽ تقريظون لکيل آهن. ڪيترا پي.ايڇ.ڊي ڪندڙ محقق ۽ تحقيقي مقالا لکندڙ سندس ڪنڊياري واري لائبريريءَ مان فائدو ۽ مدد وٺي چڪا آهن. سنڌ جي عالمن جي علمي ۽ ادبي خدمتن ۽ سنڌي مخطوطن تي سندس ڄاڻ ڪجهه وڌيڪ آهي. سنڌ جي ڪند ڪڙڇ ۽ مختلف ملڪن مان سنڌ جي عالمن جي مخطوطن جا فوٽو اسٽيٽ نقل پنهنجي لائبريريءَ ۾ سنڌي محققن ۽ سنڌ تي تحقيق ڪندڙن لاءِ گڏ ڪرڻ سندس مشغلي ۾ شامل آهي.

مولانا محمد ادريس سومري جي ڇپيل ڪتابن ۾:

(1). خزينه المخطوطات (ترتيب ۽ تصحيح: سنڌي ادبي بورڊ، 2006)، (2). فضائل ابي بکر الصديق رضي الله عنه لابي طالب العشاري (وفات 451 ھ)، (3). ضميمه "شان خلفاء راشدين" (عربي- سنڌي: 1991ع)، (4). حلاوة الفم بذڪر جوامع الڪلم، عربي ٺٽوي (مقدمه ۽ تعليق: 2005ع)، (5). پند نامه (شيخ فريد الدين عطار)، منظوم سنڌي ترجمو: 2001ع)، (6). تمام العناية في الفرق بين صريح الطلاق و الڪناية، عربي (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: 2004ع)، (7). "دل جو فرياد" منظوم سنڌي ترجمو "قصيده بانت سعاد لڪعب بن زهير الصحابي" (مارچ 1987ع)، (8) فهرست مخطوطات سنڌ آرڪائيوز ڪراچي.

ان کان علاوه سندس هيٺيان ڪتاب ڇپجڻ جي انتظار ۾ آهن:

(1). منظوم سنڌي ترجمو قصيده برده شريف، (2). منظوم سنڌي ترجمو "مقدمة الجزري" لابن الجزري، (3). القيد ابن قاسم، في علم الصرف (عربي منظوم)، (4). النهر الفائض في علمي الحساب والفرائض (سنڌي)، (5). ڪشف الحجاب في رد فصل الخطاب في ذبائح اهل الڪتاب (عربي)، (6). ترجمه هاي متون فارسي بزبان سنڌي (فارسي)، (7). فيض الخبير في فهرست مخطوطات اڪادمية الڪبير (فارسي)، (8). تحقيق و تقدم حواشي مخدوم محمد هاشم الٺٽوي علي قصيده زهير بن صرة الصحابي في مدح النبي العربي صلي الله عليه وسلم. "1947ع کان پوءِ لکيل اسلامي سنڌي ڪتابن جو تنقيدي تجزيو"، سندس Ph.D جو مقالو هن وقت ڇپائي هيٺ آهي.

**ادريسي:** ابوعبدالله بن ادريس عرب جو مشهور مؤرخ ۽ جاگرافي نويس هو. شريف ادريسيءَ جي نالي سان به سڏبو ويو. سبته (مغرب اقصيٰ) ۾، 492ھ/ 1099ع ۾ ڄائو. قرطبه (اسپين) ۾ تعليم حاصل ڪيائين. آفريڪا ۽ يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن جي سياحت ڪيائين ۽ اتان جي ڪارآمد معلومات حاصل ڪيائين. آخرڪار صقليه جي نارمن بادشاهه راجر ٻئين کيس پنهنجي دارالحڪومت پلرمو ۾ گهرايو. ادريسيءَ سندس فرمائش تي دنيا جو نقشو ۽ مفصل جاگرافي "نزهت المشتاق" جي نالي سان تصنيف ڪئي، جيڪا هڪ مستند ڪتاب جي حيثيت سان صدين تائين مشرق ۽ مغرب ۾ مقبول رهي. هن بادشاهه لاءِ چانديءَ جو ڪره به ٺاهيو هو. سال 549ھ/ 1154ع ۾ وفات ڪيائين.

**ادل سومرو:** ناميارو شاعر ۽ نثر نگار ڊاڪٽر ادل سومرو، جنهن جو اصل نالو عبدالڪريم ولد محمد صالح سومرو آهي، 15 آگسٽ 1955ع تي سکر شهر ۾ جنم ورتائين. ادل سومري 1971ع کان لکڻ شروع ڪيو. ٻاراڻي ادب ۾ به سندس تمام گهڻيون خدمتون رهيون آهن. هن 1977ع ۾ ايم. اي (اقتصاديات) ۽ 1979ع ۾ ايم. اي (سنڌي ادب) ۾ بهترين



پوزيشن ماڻي. ڏهه سال کن مختلف ڪاليجن ۾ پڙهايائين، پوءِ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ۾ سنڌي شعبي ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو. جتي هن وقت پروفيسر ۽ سنڌي شعبي جي چيئرمئن جون ذميواريون نڀائي رهيو آهي. جڏهن ته شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جي شيخ اياز چيئر جو پروفيسر انچارج پڻ آهي. 1999ع ۾ خيرپور يونيورسٽيءَ مان "سنڌي ادبي سنگت جي تاريخ ۽ ڪردار" جي موضوع تي ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي رهنمائي ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي اٿس. پاڻ سنڌي ادبي سنگت جو به ٻه دفعا 94-1992ع ۽ 2003ع ۾ سيڪريٽري جنرل پڻ چونڊيو ويو. ان کانسواءِ بين انتظامي ۽ اعزازي ذميوارين تي پڻ رهيو آهي. جن ۾: وائيس چيئرمئن "بيدل بيڪس آرٽس ڪائونسل" روهڙي، ميمبر- سينيٽ، شاهه لطيف يونيورسٽي، خيرپور (2003-1994-1988ع)، چيئرمئن "تنوير عباسي يادگار ڪاميٽي" (2002ع)، پروفيسر انچارج "شيخ اياز چيئر" خيرپور يونيورسٽي، سيڪريٽري "سچل سرمست يادگار ڪاميٽي" (2002ع)، ميمبر نصاب ڪاميٽي، آغا خان بورڊ، ڪراچي ۽ علامه اقبال يونيورسٽي اسلام آباد، ميمبر نئشنل ايوارڊ ڪاميٽي، اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد، ميمبر بورڊ آف اسٽڊيز (سنڌي شعبو) شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، ميمبر بورڊ آف اسٽڊيز (شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، فئڪلٽي ميمبر آرٽس فئڪلٽي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو.

ادل سومرو، غزل، وائي، نظم ۽ بيت جو بهترين شاعر ليکيو وڃي ٿو.

سنڌس شاعري ڳائيندڙ مشهور فنڪارن ٽي وي، ريڊيو ۽ ڪئسيٽ تي ڳائي مشهوري ماڻي. هن جي ڇپيل ڪتابن ۾ "روز ٽڙن رابيل" (شاعري) 1971ع، "چنڊ پشم گولو" (ٻارن لاءِ شاعري) 1979ع، "آڳر جا احوال" (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون) 1979ع، "پتلين جو تماشو" (ٻارن لاءِ شاعري) 1982ع، "جيتن جي ڪانفرنس" (ٻارن لاءِ نثر) 1982ع، "وليون وڻ ڦلاريا" (شاعري) 1982ع، "پوپٽ جهڙا گيت" (شاعري) 1987ع، "ٿڌين ڇانورن جا نوان سبق" (نثر) 1990ع، "سپين مسافر پيار جا" (نثري خاڪا ۽ مضمون) 1991ع، "سنڌ جاڳي ٿو" (شاعري) 1994ع (هن ڪتاب جو مهاڳ عظيم شاعر شيخ اياز لکيو)، "وساري نه ڇڏجو" (شاعري) 2004ع، "مٽيءَ جا رانديڪا" (شاعري) 2006ع، "تنوير عباسي- فن ۽ شخصيت" (تحقيق) 2007ع، جڏهن ته سنڌس ترتيب ڏنل اهم ڪتابن ۾ "سنڌالاجي ۽ ساميءَ جا مت" 1981ع، "رنگ برنگي ڦوڪڻا" (شاعري)، "سوديس مسافر منهنجو ڙي"، "مهڪ جنبيلي وِل جي" ۽ "تون ئي منهنجي شاعري" شامل آهن. جڏهن ته هو "سنگت" پبليڪيشن جو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي. "سنگت" جا "شاعري" ۽ "ڪهاڻي" خاص نمبر به ڇپائي پڌرا ڪيائين. هو هن وقت شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور جي "پٽائي" تحقيقي جرنل جو ايڊيٽر پڻ آهي. سنڌس ڪجهه ڪتابن تي سنڌالاجي (ٻه دفعا) سنڌي ادبي سنگت، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۽ سگا طرفان اوارڊ، انعام ۽ گولڊ ميڊل پڻ مليا.

مجتا طور ڪيس شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ اسلاميه آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج طرفان گولڊ ميڊل ڏنا ويا. جڏهن ته ڪيس ثقافت ۽ سياحت کاتي سنڌ طرفان اوارڊ (1986ع) "سنگت- هري دلگير" اوارڊ، سگا پاران "عبدالله هارون" اوارڊ، سائوٿ ايشيا پبليڪيشن پاران "ستار" اوارڊ ۽ گولڊ ميڊل، "ڊاڪٽر محبت برڙو" اوارڊ، بهترين سيڪريٽري جنرل سي ايس جو "سنڌ رويو اوارڊ"، سچل سرمست اوارڊ ۽ بهترين استاد جو اوارڊ (2006ع) پڻ حاصل ٿيا. (ان اوارڊ سان گڏ هاير ايڊيوڪيشن ڪميشن طرفان ڪيس "بهترين استاد" تسليم ڪندي هڪ لک رپيا نقد انعام پڻ پيش ڪيو ويو).

ڊاڪٽر ادل سومرو، سنڌي ادبي سنگت کي متحرڪ ۽ متحد رکڻ ۾ پڻ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هن وقت هو واپڊا ٽاؤن، سکر ۾ رهائش پذير آهي.

**ادو عبدالرحمان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ليکڪ امرلال وسڻ مل هڱورانيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. جنهن ۾ مکيه ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان" سان گڏ ٻيون 11 ڪهاڻيون به شامل آهن. هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز جي 99 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت ڇهه رپيا آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي ٽائيمس الهاس نگر-3 بمبئيءَ وارن 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جو ٻيو ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن طرفان 1985ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. هي ڪتاب انگريزيءَ کان سواءِ هندستان جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. سنڌ ۾ به ڪيئي ڇاپا پڌرا ٿيا آهن.

**اديب انقلابي:** اديب انقلابي جو اصل نالو مظفر علي چانڊيو آهي. هو سنڌ جو ناميارو اديب، نقاد ۽ محقق آهي. هو ڳوٺ گاهي خان چانڊيو ۾ پيدا ٿيو. هن ايم.بي.بي.ايس، ڊي.ايل.او، ايم.ايس.ايف ۽ آر.سي.ايس جون ڊگريون پاس ڪيون آهن ۽ هن وقت پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر آهي. اديب انقلابي جو شمار سنڌ جي سٺن اديبن ۾ ٿئي ٿو. هن جا هن وقت تائين ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن جن ۾ "جسف جي ڏهه سالہ تاريخ" (1982)، "دنيا جا انقلابي ٻار" (1982ع)، "پشتو شاعريءَ جو سنڌي روپ" (1983)، "دنيا جا انقلابي ڊاڪٽر" (1984)، "سنڌ جي ڪُرياڻي ڪٿا" (1993)، "سنڌ جا عظيم ويج" (1992)، "ڪن نڪ ڳلي جون عام بيماريون" (1985)، "سائين جي ايم سيد سان ڪچهريون" (1985)، "ڪارچر سيل جي شاعري" (1996)، "گستاخ ڪلامي" (2006) ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. هو هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**اديب رضوي، ڊاڪٽر:** مشهور ڊاڪٽر اديب رضوي ڪراچيءَ مان ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري وٺڻ کان پوءِ اعليٰ تعليم جي حصول لاءِ برطانيه هليو ويو. 1972ع ۾ واپس آيو ته ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور مقرر ٿيو. سندس ڪوششن سان ڪراچي اسپتال ۾، ملڪ جو پهريون نمبر وڏو شعبو "يورالاجي" قائم ٿيو. آهستي آهستي ترقي ڪندي، ان شعبي "سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن" جي صورت اختيار ڪري ورتي. جنهن جو شمار ايشيا جي بهترين طبي ادارن ۾ ٿئي ٿو. هن اداري ۾ او پي ڊي جي مريضن سميت، سال ۾ هڪ لک کان وڌيڪ مريضن جو علاج ڪيو ويندو آهي. مريضن جو سمورو ٽيسٽون مفت ۾ ڪيون وينديون آهن. ٻڪين جي تبديليءَ جو پهريون آپريشن پڻ ڊاڪٽر صاحب، هن ئي اداري ۾ 20 نومبر 1985ع تي ڪيو هو ۽ سن 2009ع تائين هزارين اهڙا آپريشن، ڊاڪٽر صاحب خود به ڪري چڪو هو. هو پاڪستان ۾ ٻڪين جي پيوندڪاريءَ جو وڏو ماهر ڊاڪٽر آهي. سندس خدمتن جي مڃتا طور ڪيترائي اوارڊ به مليا اٿس.

**اديب سنڌ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ضياءُ الدين "بلبل" جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 57 صفحا آهن.

**اديب سنڌ**[2] (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب غلام احمد نظاميءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 30 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڇاپايل آهي. سنڌ ستار سوسائٽيءَ، لاڙڪاڻي طرفان پهريون ڇاپو قادري پريس، لاڙڪاڻي مان سال 1974ع ۾ ڇپيو.

**اديب فيروز شاهي:** سندس پورو نالو مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي. ٻاڻ سنڌ جو مشهور عالم، شاعر ۽ اديب. جنهن سنڌي، عربي، فارسي ۽ اردو ۾ شاعري ڪئي. نثر ۾ به ڪافي ڪتاب لکيائين. ٻاڻ ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ فيروز شاهه ۾ 1897ع ۾ ڄائو هو ان ڪري فيروز شاهي سڏايائين. علم جي تحصيل ۽ تڪميل بعد ڪيترن مدرسن ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائين. ڪافي عرصو تاريخي شهر ٻاٽ ۾ به علم جي تدريس ڪي ڦهلايائين. آخري ڄمار ۾ حيدرآباد اچي رهيو. نور محمد هاءِ اسڪول جي هاسٽل جو پيش امام مقرر ٿيو. حيدرآباد ۾ قيام دوران ملڪ جي وڏن عالمن سان ملاقاتون ڪيائين. "مولانا اشرف ٿانويءَ جو معتقد ٿيو. هُن مولانا رومي جي مثنويءَ جو سنڌي ترجمو اشرف العلوم" جي نالي سان ڪيو. سندس ٻين ڪتابن ۾ (1) اصلاح احوال (2) بهشتي ڪوثر (3) خاتم الانبيا (نور الانوار جو سنڌي ترجمو) (4) ڪشف المحجوب جو سنڌي ترجمو مشهور آهن.

**اڏارام ٿانورداس ميرچنداڻي:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو ليکڪ، مترجم ۽ تعليم دان اڏارام ٿانورداس 1833ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم

حيدرآباد جهڙي علمي ماحول ۾، قابل استادن جي زيرنگرانيءَ ۾ ٿي. جتان کيس سنڌي ادب جي خدمت ڪرڻ جو شوق جاڳيو. اڏارام ايتروڻي سٺو مترجم هوندو هو، جيترو خود طبعزاد ليکڪ هوندو هو. هن شاعريءَ ۽ نثر ۾ ڪيترن ئي ڪتابن جا بهترين ترجما ڪيا، جيڪي سنڌي ادب جو بهترين سرمايو آهن. هن ڪامسين ۽ ڪامروپ جي ٻيٽن جو ترجمو ڪيو. سندس لکيل ڪتاب هينئر ناياب آهن. اڏارام 1853ع ۾ بنيادي تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ انگريز دور ۾ اوائلي نصابي ڪتابن جي تياريءَ دوران سنڌي پهريون ۽ سنڌي ٻيو ڪتاب به ترتيب ڏنا هئا. سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيل پهريون ناول 'راسيلاس' به هن ديوان ٽولراءِ شوقيرام سان گڏ تيار ڪيو هو جيڪو 1870ع ۾ ڇپيو. هن سنڌي ٻوليءَ جي هن نامياري ليکڪ 1883ع ۾ وفات ڪئي. سنڌي ادب ۾ سندس نالو اڄ به وڏي عزت ۽ احترام سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

**آڏاٽڪي:** تعلقي ٽنڊو محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ نور محمد ابڙو، جام ٽونڊائي، علي خان چانڊيو ۽ واحد بخش رند ڳوٺ آباد آهن.

**اڌ رنگ:** هڪ قسم جي بيماري، جنهن ۾ جسم جو هڪ پاسو سنڪي پوندو آهي ۽ بيڪار ٿي ويندو آهي. بعضي ان حصي ۾ 'رعشو' يا رڦڻي ٿي پوندي آهي، يا نستو ٿي ڦري ويندو آهي. ان کي "فالج" به چوندا آهن. اڌرنگ ڪهڙي به عمر ۾ ٿي سگهي ٿو. جمڻ کان وٺي مرڻ تائين هن بيماريءَ جو حملو ٿي سگهي ٿو. عام طرح جيو ويندو آهي ته اڌ رنگ "بخار" جي شدت مان يا بلڊ پريشر وڌڻ سان ٿي پوندو آهي. هيءُ مرض دماغ، اعصاب يا عضون ۾ خلل پيدا ڪندو آهي ۽ جسم جو ساڄو يا کاٻو هڪ پاسو بي حس ڪري ڇڏيندو آهي. عام ڳهرو علاج طور اڌ رنگ جي مريض کي پاريهل يعني ڪبوتر جو گوشت رڌي کارائيندا آهن ۽ ان جو شوربو پيارينداآهن. جيڪڏهن مريض جو منهن ٽيڏو ٿي ويندو آهي ۽ واڇ ڦري ويندي ته ان کي 'لقوو' به چوندا آهن. عام ماڻهن ۾ ڪيترائي ٽوٽڪا مشهور آهن پر ڊاڪٽري علاج سان ئي مريض بهتر ٿيندو آهي. ورزش يا فزيوٿيراپيءَ ذريعي به علاج ڪندا آهن.

**آڏڪ:** وڪرمي سنبت جو هڪ مهينو جيڪو 15 ڏينهن جو ٿئي. جيڪو سنبت ۾ هر ٽئين سال، شمسي سال سان برابر ڪرڻ لاءِ آکاڙ ۽ ساوڻ مهينن جي وچ ۾ ڳنڍيو ويندو آهي. ان مهيني کي ڏرمائو مهينو به چوندا هئا. پاڪستان کان اڳ ڀارت جي جدا جدا صوبن ۽ رياستن ۾ ڌرمي ڏينهن ملهائڻ ۾ يڪسانيت نه هئي، تنهنڪري 1954ع ۾ هند سرڪار جنترين ۾ هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ معياري جنتري رائج ڪئي. 23 مارچ 1954ع کي هندي سنبت جي چيٽ مهيني جي پهرين تاريخ مقرر ڪئي. هن جنتريءَ ۾ مهينن جا ڏينهن هيٺينءَ طرح مقرر ڪيا ويا: چيٽ 30 ڏينهن، ويساک 31 ڏينهن، جيٺ 31 ڏينهن، آکاڙ 31 ڏينهن، ساوڻ 31 ڏينهن، بڊو 31 ڏينهن، اسو 30 ڏينهن، ڪتي 30 ڏينهن، ناهري 30 ڏينهن، پوهه 30 ڏينهن، مانگهه 30 ڏينهن ۽ ڦڳڻ 30 ڏينهن. اهڙي طرح چنڊ جي حساب وارن مهينن جي ڪوٽ پري ويئي. هاڻي هندي سال ۾ "آڏڪ" مهينو ڳنڍيو نه ويندو آهي.

**آڌ گول ڦٽي:** ڦٽيءَ جو هڪ قسم، جيڪا ڪاٺيءَ مان ٺاهين. سلي ڦٽي ڪٺوءَ جي ڪاٺ مان ٺهي. هيءَ ڦٽي مردن جي استعمال لاءِ هوندي آهي، جيڪا بلڪل ٽانگ جي ٿڻ وانگر هوندي آهي. جنهن جي فقط هڪ پاسي سنها ڏندا ٿين. ڪيترا مرد جيڪي وڏا وار رکن، اهي وارن ۾ ڦٽي هڻي مٿان پٽڪو ٻڌي پوءِ چڙهين.

**اڌوري تصوير** (ڪتاب): نوجوان ليکڪ شوڪت چاچڙ جو لکيل ڪتاب، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان نومبر 2008ع ۾ شايع ٿيو ۽ "ڪُل سنڌ ٻالڪ ميلي" جي موقعي تي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ هاءِ اسڪول سطح جي ٻارن جي دلچسپي ۽ اصلاح تي مشتمل 9 بهترين ڪهاڻيون شامل آهن. روايتي انداز کان هٽي ڪري هنن ڪهاڻين ۾ جدت ۽ دلچسپ مڪالمن جو سٺو استعمال ڪيو ويو آهي جن ۾ دوستي، سماجي لوڙاڻن، تعليم، استادن ۽ بزرگن جي قدر کي پڻ موضوع بڻائي واقعن ۽ خوبصورت ڊائلاگن سان بيان ڪيو ويو آهي. 76 صفحن جي چار رنگي ٽائيٽل سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 75 رپيا لکيل آهي.




**آڏي سنگهه جهونجهار:** ڪارونجهر ۾ انگريزن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ هڪ ڪردار روپلي ڪولهيءَ سان گڏ وڙهيو هو. روپلو اڪيلو جهونجهار نه هو. جنهن انگريزن سان مهاڏو اٽڪايو. روپلي کان سواءِ انگريزن سان ساڪريءَ جو ورڻ ذات جو مهاسنگهه ٺاڪر، ڪارسر جو راڻو چوهاڻ ٺاڪر، ويراواهه جو ٺڪر اُڏي سنگهه ۽ ڪلياڻ سنگهه به وڙهيو. لاڏوجي، ڪاپڙي خان، راڻو ڪرم سنگهه جيل ۾ پيا. جن کي اُڏي سنگهه جيل پڄي ڪڍيو.

ان واقعي مهل ٿروٽ نگر پارڪر ۾ لاڏو سنگهه مينگهواڙ جي گهر ۾ لڪي ويو هو. سندس فوج ان مهل واڏائيءَ ۾ هئي. پوءِ ٿروٽ هتان رات جو پڄي ويو ۽ واڏائيءَ مان وڃي فوج آندائين.

اڏي سنگهه ان وقت تائين وڙهندو رهيو، جيستائين مارجي نه ويو. ان ڪاڻ، ٿروٽ نگر پارڪر تي ٻيهر قبضو ڪري ورتو. وڏو سوڀ ڪولهي مارجي ويو. ليمبو به مارجي ويو. پيا ڪيئي مارجي ويا. پر سڀ کان بهادريءَ سان روپو وڙهيو. جيڪو انگريزن جي ٻهري هوندي به قلعو ٽپي ٿهه خاني مان بارود ڪيڻ آيو ۽ جهلجي پيو. ڪان پوءِ سڄي نه ڪياڻين روپلي ۽ سندس سائين کي جهونجهار (سورهيه سپوت) ڪري چيو وڃي ٿو. "جهونجهار" ٿرءِ اهڙي سورهيه کي چئبو آهي. جيڪو مرڻ کان پوءِ به وڙهه جاري رکي.

**آڏ:** ٻنيءَ کي پاڻي رسائڻ لاءِ ٽنڊي واهي يا کُٻي (جيڪا کڙيءَ، نار يا هرلي مان پاڻي آڻي).

**اڏام** (ڪتاب): ليکڪ رضيه ڪرڪر ڇاپو پهريون: آگسٽ 1983ع. هن ڪتاب ۾ رضيه ڪرڪر جون ڪهاڻيون آهن. هي ڪتاب فريده شيخ ڪافي پبليڪيشن ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي مان ڇاپيو. جنهن جي قيمت 10 رپيا آهي.

**آڏام ڪنولو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. جنهن ۾ جاسوسي ڳالهيون آهن. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 22 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي. آر ايڇ احمد اينڊ برادرس هيءُ ڪتاب، مديني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1959ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**آڏام ڪنولي:** قديم زماني جي آکاڻين ۾ جادوءَ جي زور تي اُڏامندڙ کٽ، غاليچو وغيره. اڏندڙ ڪنولي، هن قسم جا اڏامندڙ ڪنولا يا قالين قديم عربي، فارسي ۽ هندي ادب جي قصن ۽ ڪهاڻين ۾ عام آهن.

**آڏامنڊڙ پوٽ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 70 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، محمد يوسف اينڊ برادرس حيدرآباد مان شايع ڪيو.

**اَڏامنڊڙ ٽالهيون** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. هي ڪراڦون سائيز ڪتاب جو جلد پڪو آهي. جنهن ۾ 328 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. باغبان پبليڪيشن حيدرآباد سال 1956ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اُڏوهي:** هڪ قسم جو جيت، جيڪو قد بت ۾ ماڪوڙيءَ جيترو ٿئي ٿو. ماڪوڙيءَ کان مختلف ٿيندو آهي. اڇي ۽ ڀوري رنگ جو هي جيت زمين ۾ ٻر ٺاهيندو آهي. شڪل ڪاٺي هن جيت جو دل پسند کاڌو آهي. ان کان علاوه ڪتابن، ڪاغذن، ڪاٺين، دلين ۽ چيٽن وغيره کي به اڏوهي چڱيءَ طرح لڳي ويندي آهي. اُڏوهي ٻوٽن، ٻوڪ ۽ خاص ڪري انبن جي وڻن کي سخت نقصان پهچائيندي آهي.



اُڏوهي پنهنجو گهر عجيب طريقي سان ٺاهيندي آهي. هي جيت زمين ۾ ڪٿين گهر ٺاهي، لکن جي تعداد ۾ رهندو آهي. جيستائين ٻاهر نه ايندي تيستائين سنڌس بستيءَ جي خبر نه پوندي. پٽين ۽ ڇتين ۾ به مٽيءَ جي نالين واننگر پڪو گهر ٺاهيندي آهي.

هن جيت کي ٻه ڪوڙ ٿيندا آهن پرن وارا نر ۽ راڻيون (مادي اڏوهيون) فقط مينهن جي موسم ۾ گهرن کان ٻاهر اُڏامنديون نظر اينديون. اُڏامندي سندن پَرَ ڇڄي پوندا آهن. تنهنڪري آسانيءَ سان پين جيتن جو کاڄ ٿي وينديون آهن. هن جيت جو دشمن تتر (پکي) آهي. جيڪو ان کي چاهه سان کائيندو آهي.

**اُڏوهيءَ جي چَڻ:** ضلعي بدين جي سامونڊي ڪناري تي، ڪوناري کان اولهه طرف "اُڏوهيءَ جي چڻ" شروع ٿئي ٿي. انهيءَ نالي هوندي به هيءَ سرزمين اڄ به سرسبز ۽ ڪير واننگر اُجري آهي. ٻير ۽ ڪنڊيءَ جا وڻ منجهس گهڻا آهن. انهيءَ چڻ ۾ هرڻ سهو ۽ تتر ٿئي. سياري جي شروعات ۾ هت تلور به ٿيندي آهي.

هت ڪلورين تمام گهڻيون رهن ٿيون. هيءَ علائقو "گوريٽ" جانور جي ڄَر آهي. هن چَڻ ۾ به ڄاڙهيون قبرون پڪين سرن سان ٻڌل آهي. هن علائقي ۾ پاڻيءَ جي وڏي تڪليف آهي. رڻ ۾ ڪجهه وقت پاڻي رهي ٿو نه پنهنجو ذائقو بدلائي ڪڙو ٿيو پوي. رڻ جي هوا ۾ هڪ قسم جي بوءِ ٿيندي آهي. جيڪا نئين ماڻهوءَ کي ڏاڍو پريشان ڪندي آهي.

**اڏيرو لال** : اڏيري لال جي شخصيت بابت سنڌ ۾ به روايتون هلندڙ آهن. هندو ڪيس "اڏيري لال" جي نالي سان جهولي لال جو اوتار سمجهن ٿا. سندن روايت موجب، اڏيرو لال نصرپور جي رتنراءِ لوهاڻي جي گهر ۾، چيٽي چنڊ، 1007 سنبت ۾ ڄائو. جڏهن وقت ايستائين ماءُ جو کير نه پيتائين، جيستائين سنڌو درياءَ جو پاڻي سندس منهن ۾ نه پيو. ان روايت مطابق کيس "درياهه شاهه جي اوتار" جي نالي سان پڻ ڄاتو ويندو آهي.

اڏيري لال جا هزارين مريد اڄ به هندستان ۽ سڄي دنيا ۾ رهن ٿا. جيڪي هرسال چيٽي چنڊ ملهائيندا آهن. چيٽي چنڊ جي ميلي جي موقعي تي سنڌ ۾ به اچي گڏ ٿيندا آهن. ۽ اڏيري لال جا "پنجڙا" ڳائيندا آهن ۽ ٻهراڻا ڪڍندا آهن. ڀارت ۾ اڏيري لال جو ڏڻ "سنڌيت" جو خاص اهڃاڻ آهي. هن بزرگ کي "جهولي لال" ۽ "پلي وارو پير" چوندا آهن.

دراصل اڏيري لال جو تصور قديم زماني کان هلندو ٿو اچي. جنهن ۾ عام مڃتا موجب "سڄي جهان جو مدار پاڻي آهي". واري خيال جو تسلسل سمايل آهي. مسلمانن وري انهيءَ خيال کي خواجه خضر واري روپ ۾ محفوظ ڪيو.

سنڌ ۾ درياهه جتان جتان لنگهيو اتي اڏيري لال جا آستان ٺهيا. ۽ درياهه شاهه جي پوڄا جو سلسلو هليو ۽ جاري رهيو. هن وقت به ساڌٻيلي، روهڙيءَ، نصرپور، سيوهڻ، ٺٽي ۽ ٻين گهڻن ئي هنڌن تي اڏيري لال جا آستانا آهن.

اڳوڻي ضلعي حيدرآباد (۽ هاڻي ضلعي مٽياريءَ ۾) اڏيري لال جو آستان درياهه جي ڪپر تي، جهيجن جي ڳوٺ ۾ هو. جيڪو هاڻي "اڏيرو" سڏجي ٿو. اتفاق سان انهيءَ هنڌ تي مشهور درويش شيخ طاهر جي مزار پڻ هئي. جنهن کي پوءِ اڪبر بادشاهه ڪرت ڏيارين ۾ هڪڙي هندو اڳواڻ بيدار سنگهه پٽ شامداس اُڏيري جي آستان جي سنبت 1634 ۾ اڏوت ڪرائي. هن وقت اڏيري لال جي آستان (کوهه ۽ پوڄاهاڻ جي آستان) کي سنڀاليندڙ "ديوي ماتا" نالي هڪڙي پرهيزگار هندو عورت آهي. ۽ شيخ طاهر جي مقبري جا متولي جهيجا ذات جا ماڻهو آهن. جيڪي هاڻي پاڻ کي شيخ سڏائيندا آهن. اُڏيري لال جي ميلي تي هڪ عجيب روايت آهي ته اڏيري لال جي سماڌيءَ کي ميلي جي موقعي تي کير سان هندو ڌوئيندا آهن. ۾ مڃتا طور ملندڙ رقم مسلمان شيخ کڻندا آهن. اڏيري لعل جي مندر جي پٽ سان لڳو لڳ مسجد به آهي. ۽ اهو سنڌ ۾ مذهبي رواداريءَ جو اعليٰ مثال آهي. اڏيري لال جي آستاني/حجري ۾ ديوارن تي مورتين ۽ اُڏيري جي پاليءَ جي ديوتا جي روپ واري چترڪاري ٿيل هئي. ايوبي دور ۾ ڪن تعصب پسند ماڻهن ان کي رنگ هڻائي متائي ڇڏيو.



اڏيري لال جي علامتي تصوير

**اڏيرو لال** [2]: هن نالي سان ضلعي حيدرآباد جي تعلقي مٽيارين ۾ جدا جدا نالن سان هڪ ديهه، هڪ ڳوٺ ۽ هڪ ريلوي اسٽيشن وارين آباديون آهن. "اڏيرو لال" ديهه ۾ اڏيرو لال، ڪڏريون، ٺهريون، موريجا، آخوند عبداللطيف ۽ ٻٺهون خاصخيليءَ جا ڳوٺ آباد آهن. ڳوٺ اڏيرو لال اسٽيشن تعلقي مٽياريءَ جي ديهه "ڪلاڻيءَ" ۾ آباد آهي.

**اڏيرو مندر:** اڏيري لال جو هڪ آستان، ٽنڊي آدم لڳ اڏيري لال شهر ۾ آهي. جنهن کي هندو ۽ مسلمان پنهنجي قدر جي نگاهه سان ڏسن ٿا. پر اڏيرو مندر جو نمونو ئي پنهنجو آهي. جيتوڻيڪ هي ماڳ به اڏيري لال (درياهه پنٿين) سان منسوب آهي. اڏيري پنٿ لڳ ٺهيل هي مندر ڏسي ماڻهو دنگ رهجي وڃي ٿو.

هن مندر جو ٻاهريون ڏيک اسلامي طرز جي عمارتن جهڙو آهي. هي به مندر آهن هن وقت درياهه پنٿين جو هئي ڪوبه پڌرو ثبوت نٿو ملي. سواءِ نالي جي. وڏو مندر سڀني جي پڙڳانگ مقبري جو ڏيک ٿو ڏئي. ٻنهي مندرن کي گنبذ آهن ڇتني ڪنڊن تي ننڍڙا منارا به. انن مندرن کي ڪنهن وقت اندران ٻاهران پلستر ٿيل هو جن تي اڏيري لال جي درياهي پير جي روپ جي سهڻي چٽسالي ڪئي وئي هئي. ٻاهرئين پاسي هن وقت چٽسالي نظر نٿي اچي. البت ڪٿي ڪٿي پلستر نظر اچي ٿو وڏي مندر ۾ اندر ڇت تي چٽسالي ٿيل آهي. اُڏيري مندر ۾ ٿيل چٽسالي رامائڻ واري ڪٿا تي ٻڌل آهي. لنڪا واري جنگ کي مهارت سان چٽيو ويو آهي. هي قبو 1044 هه جو آهي ۽ ان جي ماپ 28 x 30 فوٽ آهي. اڏيري لعل بابت ڪيتري روايتون آهن. هندو توڙي مسلمان هن درگاهه تي اچن ٿا.



اڏيري لال جي مندر جو ٻاهريون ڏيک

اڏوت پڪ سري آهي. پيڙهه پٿر جي بدران اٽس. ڪاشيءَ جي سنهين سرن سان فرشبندي ٿيل آهي. هيءُ قبو 1044ھ ۾ ٻٽدرنگ ولد گهن داس جوڙايو اوير ۾ شيخن جا گهر اولهه ۾ پڪل عمارت. اتر ۾ مسجد ۽ ڏکڻ ۾ کهٽي آهي.

**اَڏيرو مندر**[2]: ساڳئي نالي سان هڪ مندر ڪتاب ٽائون، ڪراچيءَ ۾ پڻ آهي. جتي هر جمعي تي ستسنگ ڪيو ويندو آهي ۽ چيٽي چنڊ تي تمام وڏو ميلو لڳندو آهي. جنهن جو شيواڌاري ڌرم داس ڪرپلاڻي آهي.

**اُڏا**: سمن جي هڪ شاخ يا ذات. اُڏن جو نسب نامو هن ريت آهي: اُڏو پٽ لاکو پٽ لاکير پٽ اُڏو پٽ اوڙ پٽ ٽوٽيار پٽ گجهيت پٽ هسپت. جيڪو سنڌ جي سمن جو ڏاڏو هو. اُڏا هن وقت سڄيءَ سنڌ ۾ موجود آهن. سنڌ دؤر ۾ بدين ۾ به مشهور ڪوٽ هئا.

**اڏائي گهرن جو خير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر هاسانند چاندومل جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 24 آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو پهو ڇاپو سيٺ هيرانند، ڪوهنور پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**اڏو ڪيهر ۽ هوتل پري**: روايتن ۾ آهي ته سنڌ جي لوڪ عشقيه داستان جا ڪردار ڄام مناهين کي ٽي پٽ ٿيا. جن مان ننڍو پٽ اُڏو نهايت سهڻو هو. وڏي پاڻ هوتيءَ جي ڏال اُڏي جي سونهن تي عاشق ٿي هئي ۽ شاديءَ جي ڏينهن تي ڪپڙا پائي تيار ٿيو ته هن سندس پاڃائي ميڻاوتي ٻاڻ جهلي نه سگهي. پر اُڏي سندس خواهش پوري ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. تڏهن پنهنجي مڙس کي ابتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائي اُڏي کي ملڪ نيڪالي ڏيارائين.

اُڏو ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ ۾ روانو ٿي ويو. ان وقت ۾ "سانگڻ نگامرا" نالي هڪ سردار جي ڌيءَ هوتل به مرداني ويس ۾ پنهنجي پيءُ جو وير وٺڻ لاءِ ٻئي ويئي. ملاقات ۾ هڪ ٻئي سان حال احوال ڪندي قول قرار ڪيائون ته جيڪي به هٿ لڳي تنهن جا هڪ جيترا حصا ڪيا. پوءِ اڳتي روانا ٿيا. بادشاهه جي ٻاهران ڪين ڏاچين جو وڳ نظر آيو. هو ڏاچيون هڪالي روانا ٿيا ۽ پنهنجي حد ۾ پهچي مال جي ورهاست ڪيائون. هوتل پنهنجي حصي وارو مال به اُڏي کي دوستيءَ ۾ ڏيئي روانو ٿي.

هوتل جي وڃڻ کان پوءِ اُڏي کي به هن کان سواءِ آرام نه آيو. سو هوتل پٺيان روانو ٿيو. آخر 'چڪاسر' جي تلاءَ تي اچي پهتو ۽ اتي هوتل جو گهوڙو ڏسڻ ۾ آيس. تلاءَ جي ڪپ تي چڙهي ڏٺائين ته ان ۾ هڪڙي نوجوان ۽ خوبصورت وينگس وهنجندي نظر آيس. جنهن جا ڏگها وار پاڻيءَ مٿان پکڙيل پيا هئا. اُتي اڏي جي گهوڙيءَ کي ڏسي هوتل جي گهوڙي وٺي هڪارون ڪيون. تنهن تي هوتل جو ڌيان اوڏانهن ڇڪجي ويو ۽ اُڏي کي بيٺل ڏٺائين.

ان کان پوءِ ڄام اُڏو ۽ هوتل اُتان گڏجي روانا ٿيا ۽ 'نشي گوٺ' کان هڪ ميل پري "هوتل پرا" نالي ڏونگر ۾ هوتل جي غفا ۾ آيا ۽ اتي ٻنهي جشن شادي ڪئي. ڪجهه وقت کان پوءِ کين "جکرو" ٻڌ ڄاڻو هائي اُڏي کي پنهنجي وطن جي اُڪير ٿي. هوتل چيس ته جيڪڏهن ڪنهن کي به مون بابت ٻڌائيندين ته پوءِ آءٌ هلي وينديس. انهيءَ شرط سان ٻارن سميت ڪڇ ۾ آيا. ڄام اُڏي جي اچڻ سان خوشيون ٿي ويون.

هڪڙي ڏينهن دوستن ۽ مٽن مائٽن کيس شراب جي نشي ۾ مست ڪيو ۽ هن هوتل بابت سربستي ڳالهه ٻڌائي ڇڏي. اها خبر جڏهن هوتل کي پيئي، تڏهن پنهنجي ٻانهيءَ کي چار خط ڏئي اتان هلي وئي. انهن خطن ۾ لکيل هو ته جڏهن اولاد وڏو ٿيندو، تڏهن کين لاٽثون ڏيڻ ايندس. اُڏي تمام گهڻي ڳولا ڪئي، پر هوتل هٿ نه آيس. نيٺ ٻچن جي شاديءَ جو خيال ڪري ڏينهن مقرر ڪيائين.

شاديءَ واري ڏينهن هوتل واعدي موجب پنهنجن ٻچن کي لاٽثون ڏيڻ لاءِ آئي. لاٽثون ڏياري ٻنهن کي چيائين: "گهرو جيڪي گهرڻو اٿوَ" ڄام اُڏي ڪنوارن کي سمجهائي ڇڏيو هو تن وڃن گهريو هوتل جي وڃن ڏيارڻ کان پوءِ ڪنوارن کيس چيو ته "هاڻي هميشه لاءِ هتي ئي رهي پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪر." ان ڏينهن کان وٺي هوتل اُتي رهڻ لڳي. اهڙيءَ طرح اُڏي جو اجڙيل گهر وري آباد ٿيو.

هيءُ داستان موجوده ٺٽي ضلعي جي ساموندي ساحل يا ڪاري جي تاريخي پرڳڻي "ڪڪرالي" سان تعلق رکي ٿو ۽ ڪڪرالي جي ڪيهر ڄامن جي ابتدائي اوج جو يادگار آهي. موجوده محال ڪيٽي بندر ۾ 'ڪوهستي' درياهه کان اوڀر طرف وارو پاڳو، موجوده شاهبندر تعلقو موجوده جاتي تعلقي جو ڏاکڻيون پاڳو ڪڪرالي ۾ شامل هئا. جتي اڳاٽي وقت کان وٺي سمن جي طاقتور قبيلي ڪيهرن جي سرداري هئي. ڪڪرالي جي ڪيهر ڄامن بابت ٺٽي ضلعي ۾ عام خاص ۾ اڃا تائين ڳالهيون ۽ حڪايتون هلندڙ آهن. يارهين ۽ ٻارهين صدي هجريءَ (17 ۽ 18 صدي عيسويءَ) واري دور ۾ ڪڪرالي جي ڄامن بابت سنڌ جي تاريخن ۾ پڻ حوالا آهن. ڏهين صدي هجريءَ جي آخر واري ڪڪرالي جو حاڪم ڄام جراڙ هو ان کان پوءِ ڄام ڏهيسر ٿيو جو غالباً ڪافي طاقت ۽ همت وارو هو ۽ ٺٽي ۾ ترخانن جي گاديءَ جو دعويدار مرزا جان بابا وٽس مدد وٺڻ لاءِ آيو هو.

**اُڏيجا**: سنڌ جي سمن جي ذات. انهن جي نسب جو سلسلو هن ريت آهي: اُڏيجن جو وڏو اُڏيجو پٽ پلي پٽ راڻڌڻ پٽ ڪاڪا پٽ سمون پٽ لاکو پٽ اتر پٽ لاکو پٽ لاکير پٽ اُڏو پٽ اوڙ پٽ ٽوٽيار.

**اُڏيجائي**: "اُڏيجا" ذات جي نسبت رکندڙ هن نالي سان بدين، سجاول ۽ ڏگهڙي تعلقن ۾ ديهون آباد آهن. تعلقي ڏگهڙيءَ واري ديهه ۾ فقط به ڳوٺ عثمان آباد ۽ بلالاڻي اسٽيٽ موجود آهن. شهدادپور شهر واري ايراضيءَ ۾ اڏيجائي شهر جو بنياد اڏيجا قبيلي وڌو هو.

**آذان**: لفظي معنيٰ خبردار ڪرڻ، سڏ ڪرڻ. اسلامي اصطلاح موجب اهي مقرر لفظ، جيڪي نمازن جي وقتن تي ٻانگ وڏي آواز سان ورجائيندو آهي؛ ۽ اهڙيءَ طرح مائٽن کي باجماعت نماز لاءِ سڏيندو آهي. اهو طريقو نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي مديني ۾ اچڻ کان پوءِ سن 2 ھ/624ع ۾ جاري ٿيو. جڏهن ته ٻين مذهبن ۾ گهنڊ گهڙيال وڄائڻ يا ناد وڄائڻ جو طريقو رائج آهي.

اذان ۾ چار دفعا تڪبير (الله اڪبر)، ٻه دفعا "اشهد ان لا اله الاالله"، "اشهد ان محمد رسول الله"، "حي علي الصلوٰة"، "حي علي الفلاح"، ۽ تڪبير ۽ آخر ۾ هڪ دفعو "لا اله الا الله" جا لفظ چيا ويندا آهن صبح واري ٻانگ ۾ "حي علي الفلاح" کان

پوءِ "الصلواة خير من النوم" جا لفظ بہ پيرا چيا ويندا آهن.

سنڌ ۾ ٻار جي ڄمڻ تي ان جي ساڄي ڪن ۾ ٻانگ ڏني ويندي آهي، هنن لفظن سان تہ "ڀلي آئين الله جا مهمان! توتي لکين رحمتون نازل ٿين".

ڪنهن اوچتي آفت ۽ خطري جي وقت بہ مسلمانن ۾ ٻانگن ڏيڻ جو رواج آهي.

**إذنِ عامُ:** مرڻي جي هڪ رسم، جنهن ۾ فوتيءَ کي دفنائڻ کان پوءِ قبرستان جي حد کان ٻاهر نڪري فاتحہ پڙهي، عارضي عذرخواهي ڪرڻ کان پوءِ اعلان ڪرڻ تہ جنهن کي تڪڙو ڪم هجي، اُهو وڃي تہ کيس اجازت آهي. ان اعلان کي "اذن عام" چوندا آهن.

**اَربابُ:** سما قبيلي جي ڪن خاندانن جو لقب. سمن جي مقابليءَ جنگين ۾ سمات قبيلن کي گهڻو نقصان پهتو ان هوندي بہ ڪن قبيلن ۽ گروهن پنهنجو وجود برقرار رکيو جيئن تہ اُنڙن پنهنجي موجوده اگواڻ "ڄام تماچيءَ" جي روپ ۾، سمن جي شاهي خاندان جي نالي کي قائم رکيو آهي. سما قبيلو گهڻين نکن ۾ ورهايل هو. جن جي سجاڻپ پنهنجي سردارن جي نالن سان ٿيندي هئي. جهڙوڪ: ڄام، ارباب، وڏيرا ۽ ڄاموٽ وغيره.

ٿر ۽ ڪولاڙجي، توڙي سچيءَ سنڌ ۾ رهندڙ نُهڙيا قبيلي جو سردار ارباب سڏجي، ريجهڙائيءَ ۾ نهڙين جو سردار "ارباب توڳاچي" هو. ان جي وفات کان پوءِ سردار ارباب امير حسن پڳ ڏني ٿيو.

هالن نون، دڙي، لاڪن ۽ ٻنيءَ جا ميمڻ بہ ارباب سڏائيندا آهن.

"ارباب" عزت وارو لقب آهي. تنهنڪري عام ماڻهن پنهنجي اولاد (پٽن) جو نالو پڻ ارباب رکيو اٿن، ڪي ڪن ڳوٺن ۽ ديهن جا نالا بہ انهن ماڻهن جي پٺيان مشهور ٿيا.

**ارباب حاجي خميسو ميمڻ:** هيءُ تعلقي ميرپور بٺوري جي دڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو. 1870ع ڌاري ڄائو هو. تعليم پوري ٿي نہ هئس. ڪيترائي سال ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جو ميمبر رهيو. ڪجهہ وقت لاءِ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي ميمبر بہ چونڊيو ويو. 27 رمضان 1347هہ/17 فيبروري 1929ع ڌاري وفات ڪيائين.



**ارباب ذڪاءُ الله:** ارباب ذڪاءُ الله جو تعلق ٿرپارڪر جي ارباب گهراڻي سان آهي. هو 2002ع جي چونڊن ۾ ٿرپارڪر مان ايم اين اي چونڊيو هو بعد ۾ هن اها سيٽ شوڪت عزيز لاءِ خالي ڪئي جتان چونڊجڻ بعد شوڪت عزيز کي ملڪ جو وزيراعظم بڻايو ويو بعد ۾ اها سيٽ خالي ڪرڻ تي ارباب ذڪاءُ الله ٻيهر ايم اين اي چونڊيو. 2008ع وارين چونڊن ۾ مسلم ليگ (ق) جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو.

**ارباب ذوالفقار علي:** ارباب ذوالفقار علي پٽ ارباب محمد عالم 3- مارچ 1982ع ۾ ڪيتلاري ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 2008ع ۾ مسلم ليگ ق جي ٽڪيٽ تي ٿرپارڪر جي ٽڪ پي ايس 61 مان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو. هو ارباب غلام رحيم جو سئوٽ آهي. هو سنڌ اسيمبلي جي مختلف ڪميٽين جو ميمبر آهي.



**ارباب غلام رحيم، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم 15 سيپٽمبر 1956ع تي ٿرپارڪر جي ڳوٺ ڪيتلاري ۾ ڄائو. سندس تعلق ٿرپارڪر ضلعي جي ارباب خاندان مان آهي. جيڪو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سياست ۾ سرگرم رهيو آهي. هن ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ تعليم پرائڻ کان پوءِ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج، ڪراچيءَ مان ڊاڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪيو پر هن ڊاڪٽري پيشو اختيار ڪرڻ بدران سياست کي ترجيح ڏني. هن سياست ۾ شروعات 1981ع ۾ ضلعي ڪائونسل ٿرپارڪر جي چيئرمين چونڊجڻ سان ڪئي. بعد ۾ هو چار دفعا قومي اسيمبلي ۽ سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو. 2002ع ۾ ٿرپارڪر ضلعي جي ٽڪ پي ايس 60 مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ مسلم ليگ (ق) جي حڪومت ۾ وزير ٿيو. 2004ع ۾ سردار علي محمد مهر کان پوءِ سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو ۽ 2008ع تائين هن عهدي تي رهيو. مخالفن ڏانهن سندس رويو سخت رهيو. هو جنرل رٽائرڊ پرويز مشرف جو وڏو حامي ۽ پيپلز پارٽيءَ جو مخالف رهيو. 2008ع ۾ محترمہ بينظير ڀٽو ۽ پيپلز پارٽيءَ جي خلاف ڳالهائڻ جي ڪري سنڌ جا ماڻهو خاص ڪري پيپلز پارٽيءَ سان تعلق رکندڙ سندس سخت مخالف ٿي پيا. نتيجي ۾ جنهن ڏينهن هو سنڌ اسيمبليءَ ۾ قسم کڻڻ آيو ان ڏينهن اسيمبلي جي ورانڊي ۾ هڪ اڻ وڻندڙ واقعو پيش آيو بعد ۾ هو ملڪ کان ٻاهر هليو ويو.



**ارباب منور هالو:** منور ارباب هالو هالا ۾ 1940ع ۾ حاجي عبدالنبي ارباب جي گهر ۾ ڄائو. جنهن کي ڳوٺ ۾ محمد پريل هالو چوندا هئا. هُن ايم. جي گورنمينٽ اسڪول نيو هالا مان فرسٽ ڊويزن ۾ ميٽرڪ ڪئي. ڊي. جي ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. ايس. سي ۽ آءِ بي اي مان 1966ع ۾ ايم. بي. اي ڪيائين. هن عملي زندگيءَ جي شروعات بينڪر طور ڪئي ۽ ڪيترن ئي اهم عهدن تي رهندي 2000ع ۾ رٽائر ڪيائين. ملازمت دوران پاڻ مختلف ملڪن مان بينڪنگ جا ڪورس ڪيائين. آئرلينڊ ان ڪانسوار هو سئيزرلينڊ ۾ پاڪ سئيس ڪلچرل ايسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ پاڪ سئيس چيمبر آف ڪامرس زيورخ سئيزرلينڊ جو ڊائريڪٽر بہ رهيو آهي.

رٽائرمينٽ کانپوءِ هيٺيان ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيائين:

i. Spiritualism in the Poetry of Shah Abdul Latif Bhittai.
ii. Understanding Concepts of Commercial Banking.
iii. Hala & Hallas in Historical Perspective.

شاهہ لطيف جي شاعريءَ جو ترجمو جيڪو شاهہ لطيف چيئر 2005 ۾ ڇاپيو.

هو سماجي ڀلائيءَ جي تنظيمن جو پڻ سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. جن ۾ سگا، سنڌي اسپيڪنگ فورم ۽ سنڌ سرونٽس سوسائٽي شامل آهن. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**ارباب نورمحمد پليجو:** هيءُ ٺٽي ضلعي جو خاموش، مخلص، مهمان نواز، آزاد خيال، زندهہ دل، ترقي پسند، قوم پرست، محب سنڌ ۽ ڪهنو قومي ڪارڪن ۽ سياستدان ٿي گذريو آهي. ارباب نورمحمد پليجو 30 جولاءِ 1915ع تي جنهن جي ڏينهن ڄائو. سندس والد جي وفات وقت هن جي عمر چئن سالن جي هئي. کيس ابتدائي تعليم لاءِ "ٻني" جي اسڪول ۾ 9 آگسٽ 1924ع تي ماسٽر "ڪيٺل مل" (آراضيءَ، تعلقي سيوهڻ واري) وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو هيءُ 1929ع ڌاري سنڌ مدرسي ۾ انگريزي پڙهڻ ويو سياست ۾

سائين جي ايم سيد جو ساٿي رهيو. سيد جا ڪتاب ڇپائيندي، مقامي مولوين جي مخالفت سبب پاڪستان جي عالمن يارن جي ايم سيد سان گڏ ڪفر جي فتويٰ برداشت ڪرڻي پيس. سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو پهريون جنرل سيڪريٽري رهيو. قومي تحريڪ جي حوالي سان ٻه ڀيرا جيل ياترا ڪيائين. بزم صوفياءِ سنڌ جو ڊپٽي سيڪريٽري ۽ رهيو. سنڌ مدرسة الاسلام جي بورڊ آف گورنرس جو ڪيئي سال ميمبر رهيو. روشن خيال انسان هو. اولاد کي تعليم ڏياريائين. سندس وڏو فرزند عبدالحئي پليجو ناميارو اديب آهي ۽ ڪيترا سفرناما لکيا اٿس. مرحوم نورمحمد پليجي 25 مئي 1979ع تي وفات ڪئي.



**ارباب نيڪ محمد:** ناميارو ليکڪ نيڪ محمد ولد محمد هاشم نهڙي جو جنم 1960ع راجستان پرڳڻي جي ڳوٺ 'سڄڻ ٻار' تعلقي راسر ۾ ٿيو. مشترڪ مدرسه دارالفيوض اورينٽل ڪاليج عمرڪوٽ مان ڪيائين. دارالعلوم مدرسة الاسلام ميرپورخاص مان فارغ التحصيل جي سند حاصل ڪري، پوءِ جامعه عربيه گوجرانوالا (پنجاب) مان "دوره حديث" جو ڪورس 1980ع ڌاري پورو ڪيائين. هن تصوف جي چئني مشهور سلسلن 'قادري'، 'نقشبندي'، 'چشتي' ۽ 'سهروردي' جي ناميارن عالمن، ترتيبوار مولانا محمد حسن عباسي، حاجي محمد حسين سميجي، ميان عبدالحئي ڀهولوي ۽ پير عبدالرحمان سهروردي، کان فيض پرايو. ارباب نيڪ محمد 'ساجاهر'، 'استاد' ۽ 'بيداري' اشاعتي سلسلن جي مجلس ادارت ۾ رهيو. 'گرهوڙيات' ڪتابي سلسلي جا ٻه شمارا مرتب ڪيا اٿس. عمرڪوٽ جي 'اولياءُالله اڪيڊمي' جي قيام ۾ سندس وڏو هٿ آهي. نامور عالم حضرت مولانا محمد حسن ڪنبر جي سؤ سالا قديم ڪلام پاڪ جي قلمي تفسير تي تحقيق ڪري رهيو آهي. هن جون لکيون علمي، ادبي ۽ سياسي فهم سان ڀرپور هونديون آهن. سنڌي ۾ روزاني هلال پاڪستان، عبرت ۽ ڪاوش ۾ ڪيترائي ڪالم لکندو رهيو آهي. جڏهن ته اردو جي روزاني جنگ ۽ جسارت ۾ پڻ لکيائين. هن وقت عمرڪوٽ ۾ رهائش پذير آهي.

**اربعا:** اصل عربي لفظ 'اربع' يا 'اربعه' جنهن جي معنيٰ آهي چار. سنڌي ٻوليءَ جي ڦيري مطابق بچاڙيءَ ۾ 'الف' وڌائي مؤنث صورت ۾ 'اربعا' (=چوٿون يا چوٿين) ڪي هفتي جو چوٿون ڏينهن ڪيو ويو. نجوم مطابق هفتي جا ڏينهن آچر (آرتوار) کان شروع ٿيندا. انهيءَ ڪري 'اربعا' چوٿون ڏينهن ٿيو. سنڌي هندو ان کي 'ٻڌر' چوندا آهن.

**اربيلو فقير ڪنڀر:** اربيلو فقير ڪنڀر ولد خليفو ڪريم ڏنو ڪنڀر تعلقي روهڙي جي ڳوٺ بخشي ڪنڀر ۾ ڄائو. 1947ع ۾ ڄائو. 1965ع واري پاڪ ڀارت جنگ لاءِ جڏهن صدر پاڪستان نائين ڪلاس ۾ پير صاحب پاڳاري کان حر مجاهد گهريا، تڏهن نائين ڪلاس ۾ پڙهندڙ 18 سالن جو جوان اربيلو فقير مرشد جي حڪم تي لبيڪ چئي، حر مجاهد فورس ۾ ڀرتي ٿيو. پاڪ رينجرز جي ٽن مهينن جي جنگي ٽريننگ کان پوءِ سندس قابليت کي نظر ۾ رکندي، کيس ڪمپني ڪمانڊر حر مجاهد فورس مقرر ڪري محاذ تي موڪليو ويو. فقير صاحب پنهنجي بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريندي هندستان آرميءَ کان شاهه ڳڙهه ۽ گهوٽارو قلعا ۽ لونگن واري ۽ ساڌان چوڪيون فتح ڪيون. محاذ دوران هندستان آرميءَ جي ڪمانڊر جنرل سريش مترا ٽن هزارن جي وڏي مسلح فوجي جٿي سان پاڪستان تي زميني حملو ڪيو ته اربيلي فقير ڪنڀر فقط ڏهن حرن سان گهيرو توڙي، سريش مترا جي پٺيان حملو ڪري کيس مات ڏئي فتح حاصل ڪئي ۽ پاڪستان جي بهادرن ۾ پنهنجو نالو لکرايو هئائين. ڪارنامي سبب صدر ايوب خان اربيلي فقير کي "ستارهء شجاعت" ڏنو. اربيلو فقير هن وقت روهڙي ۾ رهي ٿو.



**آرٺ:** اٺٺ. (ٽٽ ڪتڻ جي) چرخو سنڌي ٻوليءَ ۾ خطي وار محاوري ۾ اٺ کي 'آرٽ' به چون. جيئن حافظ ٻنيي پنهنجي چيل "تت" نظم ۾، ٽٽ عورت کي هدايت ڪئي آهي ته: "چوا وڳي چڙهيئي ارٽ الائي". وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: 'گيت'. تصوف جي علامتن ۾ ارٽ يا چرخو دل ۽ زبان تي الله پاڪ جي نالي جو مسلسل ذڪر آهي.

**ارجن:** راجا پانڊو جو ٽيون نمبر پٽ. جيڪو راڻيءَ ڪنتيءَ (ماتا ڪنتي) جي پيٽ مان پيدا ٿيو. هن لڙائيءَ جي تربيت دروڻ آچاريه کان حاصل ڪئي ۽ تيراندازيءَ ۾ پڻ خاص مهارت حاصل ڪيائين. انهيءَ ڪري سؤيمبر ۾ دروپدي کٽيائين. جوئا ۾ دروپديءَ کي هارائڻ جي نتيجي ۾ پانڊون کي ٻارهن سال بنواس پوڳڻو پيو ته ارجن سمورو وقت ڀائرن سان گڏ رهيو. تيرهين سال ۾ ڪورون ۽ پانڊون جي وچ ۾ جنگ لڳي. ان جنگ کي "مهاڀارت" چون ٿا. جيڪا ڪرو کيتر جي ميدان ۾ لڳي. اڳي شري ڪرشن مهراج پانڊون جي مدد ۾ آيو. انهيءَ جنگ ۾ ارجن پنهنجن سيني مٽن مائٽن ۽ سؤٽن کي پنهنجي مقابلي ۾ ڏسي، جنگ مان هٿ ڪڍڻ جو ارادو ڪيو ۽ ڪرشن مهراج جي نصيحتن (جيڪي ڀڳوت گيتا جو حصو آهن). کيس لڙائيءَ تي آماده ڪيو. هن لڙائيءَ ۾ ڪورون جا وڏا طرفدار ڀيم، جئدرٿ ۽ ڪرڻ مارجي ويا ۽ پانڊون کي فتح حاصل ٿي. ان کان پوءِ ارجن ڪيترن ئي لڙايون ڪري، پنهنجيءَ حڪومت کي گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ دکن تائين وڌايو. عمر جي پوئين حصي ۾ هماليه جي جهنگلن ۾ هليو ويو ۽ اتي ئي گذاري ويو.

**ارجن (وڻ):** هيءُ وڻ 8 کان 100 فوٽن تائين اوچو هوندو آهي ۽ ان جو ٿڙ 10 کان 20 فوٽن تائين ٿلهو هوندو آهي. جڏهن اهو وڻ 40 کان 50 فوٽن تائين اوچو ٿيندو آهي ته ان ۾ شاخون ڦٽنديون آهن. ان جي ڇل سڪي، اڇي ۽ خاڪي مائل اٽڪل لا انچ ٿلهي ٿيندي آهي ۽ ان جا پن 3 کان 6 انچن تائين ڊگها ۽ ڏيڍ انچ ويڪرا ٿيندا آهن. چيٽ ۾ هن وڻ کي پيلي رنگ جا ننڍڙا ننڍڙا گل ٿيندا آهن. هن وڻ جي ڇل دل جي مريضن لاءِ مفيد آهي. جديد طبي تحقيق به ان جي تصديق ڪئي آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته دل جي ڪمزوري، ڌڙڪي، سرچ ۽ سور وغيره جهڙيون شڪايتون ان جي استعمال سان ختم ٿي وينديون آهن ۽ ڌڪ لڳڻ ڪري ٽٽل هڏين جوڙڻ لاءِ به مفيد آهي. ان لاءِ اندرئين ٻاهرئين ٻنهي طريقن جي استعمال سان ٽٽل هڏي به جڙي ويندي آهي. ان لاءِ ارجن جي گل کي ڪٽي، ڇاڻي سفوف ناهي استعمال ڪرائيندا آهن.

**ارجن آسومل پنياڻي:** 8 سيپٽمبر 1942ع تي شهر نارو شاهه ضلعي نوشهرو فيروز ۾ ڄائو. بي. ايڊ ۽ ايل ايل بيءَ جا امتحان پاس ڪيائين

ورهاڱي کان پوءِ ڀارت جي شهر احمد آباد لڏي ويو.

هيءُ ڊرامن جي اداڪار، هدايتڪار، ڳائڪ ۽ سنگيتڪار طور سڃاتو وڃي ٿو. اٽڪل 30 ناٽڪن ۽ ريڊيو ڊرامن جهڙوڪ 'سماج سيوڪ'، 'انسان جو ٻه ڪو زمانو هو'، 'نيلام'، 'ڪاري ڪنوار' ۽ 'مرچوءَ جي ماءُ' وغيره ۾ ڪم ڪيل اٿس. ڳائڪ ۽ سنگيتڪار جي حيثيت ۾ 40 کن گيت ڪمپوز ڪري ڳايل ۽ جدا جدا شهرن ۾ سنگيت پروگرام ڏنل اٿس. آل انڊيا ريڊيو تان پڻ ڪيترائي دفعا پروگرام ڪيا اٿس.



**ارجن حاسد:** سنڌي ٻوليءَ جي غزل جي نامور شاعر ارجن حاسد جو اصل نالو ارجن چيتانند تنواڻي آهي. هو جيڪو 7 جنوري 1930ع تي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. ڪنڊياري شهر جي پنچائتي هاءِ اسڪول مان 1947ع ۾ مئٽرڪ (بمبئي يونيورسٽيءَ مان) پاس ڪيائين. جنوري 1948ع تي هند لڏي ويو. 8 ڊسمبر 1948ع کان پوسٽ کاتي، احمد آباد ۾ ملازم ٿيو جتان 31 جنوري 1988ع تي رٽائر ٿيو. 1956ع کان شاعري شروع ڪيائين. 'حاسد' تخلص ڪتب آڻيندو آهي 'حاسد'. غزل تمام گهڻا لکيا آهن ۽ "غزل گو" شاعر طور ڄاتو وڃي ٿو. سندس ڇهه شعري مجموعا 'سوڙهن جي سرهاڻ' (1966ع)، 'پٿر پٿر ڪنڊا ڪنڊا' (1974ع)، 'ميرو سج' (غزل: 1984ع)، 'موڳو' (غزل: 1992ع) ۽ 'اُڃ' (1999ع) ۽ "... ساڳي پنجي" (2008ع) ۾ شايع ٿيل آهن. 1985ع ۾ ڪتاب 'ميرو سج' تي کيس 'مرڪزي ساهتيه اڪادمي اوارڊ' مليو. هندي شاعر 'ڄئه شنڪر پرساد' تي لکيل انگريزي مونوگراف پڻ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿس. جيڪو 1995ع ۾ 'ساهت اڪادمي' شايع ڪيو آهي. 'حاسد' جا سؤ کان وڌيڪ گيت مختلف ڪلاڪارن ڳايا آهن. جيڪي انڊيا جي مختلف ريڊيو اسٽيشنن تان نشر ٿيا آهن. 'حاسد' جا شعري مجموعا انڊيا جي يونيورسٽين ۾ ٽيڪسٽ بوڪ طور منظور ڪيا ويا آهن.

ڦري دلگير جي ساهتڪ رچنا ۽ حياتيءَ سان واسطو رکندڙ ڪتاب 'عجن هوت حيات'، ترتيب ڏنل اٿس. 'حاسد' جون رچنائون گجراتي، هندي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ به ترجمو ٿينديون رهن ٿيون. سندس فن تي "ارجن حاسد: هڪ اڀياس" (1996ع) ڪتاب پريم پرڪاش ترتيب ڏئي ڇپايو آهي. ان کان اڳ شيام رام رڪياڻيءَ پڻ ارجن حاسد جي ادب ۾ خدمتن تي "ڪاهي چنڊچاڻ" نالي ڪتابڙو 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو 'حاسد'. 'نئشنل ساهتيه اڪادميءَ' جي سنڌي ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ جو ڏهه سال ميمبر رهيو آهي. جڏهن ته 'مرڪزي اڪادمي اوارڊس' لاءِ جج طور پڻ فرض نڀائيندو رهيو آهي. تازو "آزاديءَ کان پوءِ سنڌيءَ غزل جي اڻتالاڄي" (2008ع) ڪتاب ڇپيو اٿس. احمد آباد (ڀارت) ۾ رهائش پذير آهي.

**ارجن سڪايل:** سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعر ارجن سڪايل' جو اصل نالو ارجن ڏيئارام ناٿاڻي آهي. سندس جنم نومبر 1919ع ۾ سڪروچا، ضلعي نوابشاهه (هاڻي ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ٿيو. هن وقت ممبئي (ڀارت) جي علائقي ۾، علالت جي زندگي گذاري رهيو آهي. 'گنڍي آدم جو اتهاس' (1946ع)، 'انارڪلي' (1949ع)، 'سنڌي ساهتڪارن جو آلبم' (1968ع)، 'اندرا گانڌي' (سوانح- 1968ع)، 'لينن جي سوانح' (1968ع) ۽ 'تنهنجي رڳڙي ۾ تنهنجي اسپتال' (صحت بابت مضمون_ 1947ع) "سنڌو نگر جا سنڌي (1995ع)، "صحت تنهنجي صلاح منهنجي" (2004ع)، "سنڌ جو سفر نامو" (2004ع) سندس مشهور ڪتاب آهن. سنڌي ٻوليءَ ۽ لپي سيڪارڻ لاءِ سولا سنڌي ڪتاب به شايع ڪيل اٿس. لينن جي سوانح ڪتاب تي نهرو امن انعام مليل اٿس.



ارجن سڪايل سنڌ جي ريجڙي تي هند جي سنڌي شاعرن جي چونڊ شاعري "آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه" ڪتاب ۾ 70 واري ڏهاڪي ۾ ترتيب ڏئي ڇپائي هئي. هن جا پنج ناول 1- هڪ پرش 3 استريون (1961ع)، 2- راجڪماري گيتا (1967ع)، 3- تپسيا ئي پڻ (1970ع)، 4- ڪيهه ۽ باهه (1972ع)، 5- ڪنڊن پريون راهون ڇپيل آهن. سندس شعر جا مجموعا، انارڪلي (1950ع)، گهمي وڃ سنڌو نگر ڏي يار (لمبي ڪرتا 1965ع)، سنڌ ۽ چنڊ جا ڪرتا (1982ع)، "امرت جو ڪلش" (2004) ڇپيل آهن. هن وقت انڌيري (ويسٽ) ممبئيءَ 53 واري گهر ۾ بيماريءَ جي بستري تي آهي. پوءِ به سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان نينهن نڀائيندو اچي.

**ارجن شاد:** سنڌ ۽ هند جي نالي واري شاعر ارجن شاد جو اصل نالو ارجن گوبندرام ميرچنداڻي آهي. سندس جنم 17 ڊسمبر 1924ع تي سنڌ ۾ ٿيو.



پي.ايڇ. ڊي "سنڌي غزل" جي عنوان تي ڪيل اٿس. جيڪا ٿيسز هند ۽ سنڌ ۾ ڇپيل آهي. ادبي دنيا ۾ شاعر ۽ نقاد جي حيثيت سان مشهور رهيو آهي. "بيوس ۽ نئون دور" عنوان سان لکيل سندس ڪتاب، ڪشنچند بيوس تي هڪ اهم مستند ڪتاب آهي. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت هليو ويو. جئه هند ڪاليج جي سنڌي شعبي جو سربراهه رهيو آهي. سندس شاعريءَ جا پنج ڪتاب ڇپيل آهن: "آءُ گهٽين جو ڳائيندڙ" (1957ع)، "ڏاهيون ڏک ڏسن" (1962ع)، "ڳنڍو دونهون" (1982ع) ۽ "ڪرتيءَ جو درد" (1997ع). هن روسي شاعريءَ جو ترجمو "وولگا جي ڪناري" (1967ع) ڪيو. آل انڊيا ريڊيو ۽ بمبئي ٽي وي تي شاعر، ليکڪ ۽ اداڪار جي حيثيت ۾ ڪيترائي ڀيرا شرڪت ڪيائين. ڪوٽنج ادبي سنگتن جا ڪيترا ڀيرا ايڊٽ ڪيل ادبي اڪيڊميءَ جي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر، ڀارت سرڪار جي سنڌي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر، ڪيترين ئي تعليمي ڪاميٽين جو چيئرمئن ۽ ميمبر رهيو آهي. هن 2006ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**ارجن ۽ ڪرشن:** ارجن ۽ ڪرشن "مهاڀارت" ۾ بيان ٿيل پانڊون ۽ ڪورون جي جنگ جا ٻه مکيه ڪردار آهن هن جنگ ۾ ارجن پانڊون جو سپهه سالار هو شري ڪرشن جيڪو اصل ۾ (وشنو جو اوتار آهي) ارجن جي مدد لاءِ اچي ٿو ۽ هو ارجن جو رٿوان آهي. جنگ جو ميدان تيار ٿئي ٿو ۽ فوجون هڪٻئي جي سامهون اچڻ ٿيون. ارجن ان مرحلي تي پنهنجن مخالفن سان جيڪي سندس

سوٽاڻ مان آهن. وڙهڻ نٿو چاهي ۽ خونريزيءَ کي پسند نٿو ڪري. ان وقت ڪرشن مهاراج ارجن کي سمجهائي ٿو ته اها خير ۽ شر، حق ۽ ناحق جي جنگ آهي. ڀڳوت گيتا ۾ اها گفتگو نظم جي صورت ۾ ملي ٿي. سڄو نظم نهايت اعليٰ قسم جو آهي. ان ۾ تقريباً ست سؤ شعر آهن. هونئن ڀڳوت گيتا مهاڀارت جو ڇهون حصو آهي.

جيستائين مهاڀارت جي تصنيف جو سوال آهي ته اهو اندازاً 500 قبل مسيح جو واقعو چيو وڃي ٿو ليڪن ان کي موجوده صورت ۾ تقريباً 400 عيسوي سن ڌاري مرتب ڪيو ويو ۽ اهو ڪم ويدوياس سرانجام ڏنو هو.

**اِرچڪ مرچڪ** : هڪ ٻاراڻيءَ راند جو نالو. راند جا پهريان ٻه لفظ. راند جي سڄي جوڙ هن طرح آهي:

ارچڪ مرچڪ، ڏاڏا ڏرچڪ
آڳ پڇيهن، ٿوير ٽيهڙ
لوهو لاٽون، چڻ گهاٽون
ناڳڻ جوڳڻ، کيران ڪٽي
ٻٽي، هٽ ڇٽي

لاڙ ۾ اُن جا ٻول هن ريت آهن:

ارچڪ مرچڪ، ڏاڏا ڏرچڪ
آڳ پٽولڻ، ناڳڻ جوڳڻ
لاهيان لوٽي، چندن گهاٽو
هُريو چوڙ، ڇُٽ پٽارا

انهن ٻولن جا مختلف روپ مختلف علائقن ۾ مروج آهن. انهن ٻولن جوڙ سان گڏ هرهڪ ٻار تي هٿ رکيو وڃي جنهن ٻار تي ٻول، کُٽي اهو ٻار وڃي لڪندو. ائين ڪندي ڪندي آخر ۾ جيڪو ٻار بچيس اهو آڳ ڏيندو. هن راند جي ٻي صورت اها آهي ته سڀ ٻار هٿ ابتا ڪري اڳيان رکي ويهندا. ڪو هڪڙو (عام طرح گهر جو وڏو فرد) هٿن تي آڱر رکي اهي ٻول چوندو ويندو. جنهن جي هٿ تي ٻول ڪٽو اهو هٿ سڌو ڪندو. ائين سڀني لاءِ ٿيندو. جيڪڏهن وري ڪنهن سڌين ٿيل هٿ تي آڱر پهتي ته اهو راند مان خارج ٿي ويندو. سڀني کان آخر ۾ بچيل ٻار راند کٽي ويندو.

**اِرچڪ مرچڪ**[2] (رسالو): نالي سان عبرت گروپ آف پبليڪيشن حيدرآباد ٻاران ڪيترا سال لاڳيتار ٻارن لاءِ ماهوار پرچو ڪڍيو ويو. جيڪو هاڻي بند ٿي ويو آهي.

**اُردابيگي**: هيءَ ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جيڪو مغليه دور ۾ سنڌ ۾ رائج ٿيو هو. هيءَ لفظ انهيءَ هٿيارن ٻڌل ۽ وردي وارين عورتن لاءِ ڪم آيو آهي. جيڪا شاهي حرم جي دروازي تي پهرو ڏئي ۽ چوڪيداري ڪري. جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي ته:

"جت اچن نہ اُردابيگيون، اُت ڪوناڻو امين". (شاهه)

**اردداس**: فارسي ٻوليءَ جي "عرضداشت" لفظ جو بگڙيل اُچار. جنهن جي معنيٰ آهي: عرض، سوال، التجا، وغيره. سک ڌرم ۾ روزانو پاٺ ڪرڻ يا اهم ڪريا ڪرم سرانجام ڏيڻ تي 'ارداس' پڙهي ويندي آهي. ان وقت جملي حاضرين هٿ ٻڌي بيهندا آهن. هڪڙو شخص ارداس پڙهندو ۽ ٻيا ماٺ ڪري ٻڌندا ۽ آخر ۾ 'واه گرو' چوندا. انهيءَ ارداس جو به مطلب آهي "التجا، سوال، عرض وغيره."

**اردشير ڪائوسجي**: اردشير ڪائوسجي نامور صحافي ۽ واپاري شخصيت آهي. ڪراچيءَ جي هڪ قديم، معزز پارسي خاندان ۾ ڄائو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو ابائو ڌنڌو ۽ ساموندي واپار شروع ڪيائين. هن جي پنهنجي هڪ شپنگ ڪمپني هئي. 1986ع ۾ روزاني "ڊان" (DAWN) ۾ ان وقت جي حالتن تي، ايڊيٽر جي نالي خط لکڻ شروع ڪيائين. هن جا خط منفرد خيالن ۽ اسلوب تحرير جي



تکائيءَ سبب، سياست ۽ دانش جي صاحبن ۽ وڏن وڏن نامور ڪالم نگارن کان به وڌيڪ شهرت حاصل ڪري چڪا آهن. "ڊان" جي ايڊيٽر جي فرمائش تي هن هفتيوار ڪالم لکڻ شروع ڪيا. سنڌس پهريون ڪالم ئي تحرير جي آزاديءَ متعلق هو. پنهنجن سياسي ڪالمن سبب، ڪيترائي دفعا توهين عدالت جو ڏوهاري بڻجي، سپريم ڪورٽ آڏو پيش ٿي چڪو آهي. اردو ۽ سنڌي اخبارون هن جي هر ڪالم جو ترجمو شايع ڪنديون رهنديون آهن. اردشير کي مغربي ملڪن جي آرٽ جا شاهڪار جمع ڪرڻ جو به شوق آهي.

**اردن**: اردن ايشيا جو اسلامي ملڪ آهي. جيڪو وچ اوڀر ۾ واقع آهي. هن ملڪ جو سرڪاري نالو "المملكة العربية الاردنية الهاشمية" آهي. اردن جي اتر ۾ شام، اتر اوڀر ۾ عراق، اوڀر ڏکڻ ۾ سعودي عرب، اولهه ۾ اسرائيل جهڙا ملڪ آهن. اردن جي پکيڙ 37297 چورس ميل، يعني 97740 چورس ڪلوميٽر آهي. اردن جي انهيءَ ايراضيءَ ۾ اُهو حصو به شامل آهي. جيڪو 1947ع واريءَ جنگ دوران اسرائيل پنهنجي قبضي ۾ آندو هو. اردن جي 2007ع جي آدمشماري موجب اردن جي آبادي 5967000 ماڻهن تي مشتمل آهي. اردن جي گاديءَ واري هنڌ جو نالو 'عمان' آهي. اردن ۾ عربي ٻولي ڳالهائي ويندي آهي ۽ هتي جي سڪي جو نالو 'اردني دينار' آهي. هتي 94 سيڪڙو مسلمانن جي



اردن جي هڪ قديم ماڳ جو منظر

آبادي آهي. جڏهن ته 4 سيڪڙو عيسائي ۽ ٻين مذهبن جا ماڻهو رهن ٿا. اردن کي انگريزيءَ ۾ "جارڊن" چئبو آهي. اردن جو سڪو دينار آهي. جنهن ۾ هڪ هزار فلس هوندا آهن. اردن جا اهم شهر عمان، اقبال، زرقا، اربيد ۽ ڪارڪ آهن. اهم زراعت ۽ ميوا، ڪڻڪ، جَو، پٽاٽا، بصر، ڪيلا، زيتون ۽ انگور آهن.

اردن گهڻو وقت اڳ يوناني ۽ رومي بادشاهتن جو حصو رهيو هو. ستين صدي عيسويءَ ۾ عربن اردن تي قبضو ڪيو. سورهين صدي عيسويءَ کان پهرين مهاڀاري جنگ ختم ٿيڻ تائين اردن، سلطنت عثمانيه جو حصو رهيو.

هو. پر سلطنت عثمانيه جي ٽٽڻ کان پوءِ اردن ترڪيءَ جي قبضي کان آزاد ٿيو. اقوام متحده پاران "مينڊيٽ سسٽم" جوڙيو ويو، جنهن جو مقصد آزاديءَ جي لائق ملڪن جي مدد ڪرڻ هو. ان ڪري 1922ع ۾ اردن برطانيه جي هيٺ ڏنو ويو. برطانيه سڀ اصول توڙي، اردن تي پنهنجو قبضو جمائي ورتو ۽ 24 سالن تائين پنهنجي مرضي هلائي. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ 1946ع ۾ اردن آزاد ٿيو. اردن جو پهريون سربراهه امير عبدالله بڻيو. 1948ع ۾ برطانيا، آمريڪا ۽ ٻين مغربي ملڪن اسرائيل نالي نئون ملڪ قائم ڪيو ۽ اڳتي هلي اردن ۽ اسرائيل جي وچ ۾ جنگيون شروع ٿيون. اردن جي ڪجهه علائقن تي قبضو ڪيو ويو. 1951ع ۾ امير عبدالله کي يروشلم ۾ قتل ڪيو ويو ۽ سندس پٽ طلال تخت نشين ٿيو. ان بعد 1952ع ۾ سندس پٽ شاهه حسين تخت تي ويٺو. 1955ع ۾ اردن اقوام متحده جو ميمبر بڻيو. 1967ع ۾ عرب اسرائيل جنگ لڳي. اسرائيل يروشلم سميت الهندي ايراضيءَ تي قبضو ڪري ورتو. 26 آڪٽوبر 1994ع تي اردن ۽ اسرائيل ۾ ناهه ٿيو، جنهن ۾ 50 سالن کان هلندڙ دشمنيءَ جو خاتمو آيو. 1999ع کان شاهه حسين جي وفات کان پوءِ سندس پٽ شاهه عبدالله تخت تي ويٺو. اردن جو 12 سيڪڙو حصو زراعت جي لائق آهي. باقي حصو ويران آهي. هتي ميوو ۽ سبزي چڱي مقدار ۾ ٿئي ٿي. اردن مان فاسفيٽ ۽ پوٽاش جهجهي انداز ۾ نڪرن ٿا.

**اُردو:** اردو پاڪستان جي اٺ سيڪڙو ماڻهن جي مادري ٻولي آهي ۽ پوري ملڪ جي قومي ٻولي آهي. پاڪستان ۾ اها پرائمريءَ کان سواءِ مٿين سطح تائين لازمي مضمون طور پڙهائي وڃي ٿي. مختلف يونيورسٽيون اردو ٻوليءَ ۽ ادب ۾ ماسٽرس ۽ پي ايچ ڊيءَ جون ڊگريون پڻ ڏين ٿيون. امريڪا، يورپ جي ملڪن، چين ۽ جاپان جي يونيورسٽين ۾ پڻ هن ٻوليءَ جي تعليم ڏني وڃي ٿي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ هن جي هنديءَ يا هندستانيءَ سان هڪجهڙائي ڪري سمجهيو وڃي ٿو ته دنيا ۾ ڇهن ڪروڙن جي لڳ ڀڳ ماڻهو هيءَ ٻولي ڳالهائين ٿا. سنڌ جي نامور محقق ۽ تاريخدان پير سيد حسام الدين راشديءَ پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ اردو ٻوليءَ جو مولد سنڌ کي ڄاڻايو آهي.

اردو ٻوليءَ جي اڪثر عالمن، محققن ۽ لسانيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته اردو هڪ مخلوط ٻولي آهي. جيڪا هندستان ۾ مسلمانن جي اچڻ کانپوءِ اتر هندستان ۾ وجود ۾ آئي ۽ ان تي دهليءَ ۽ ان جي آس پاس جي ٻولين جا نمايان اثر پيا. ان هوندي به مختلف عالمن ان جي پيدائش يا وجود ۾ اچڻ واري علائقي بابت مختلف رايا ڏنا آهن. بقول مسعود حسين خان جي ته اردو، دهلي ۽ ان جي آسپاس وجود ۾ آئي. حافظ محمود خان شيرانيءَ جي بقول اها پنجاب ۾؛ سيد سليمان ندويءَ جي مطابق واديءَ سنڌ ۾ ۽ سهيل بخاريءَ موجب مشرقي مهاراشٽر ۾ ڄائي. ساڳيءَ طرح محمد حسين آزاد وري ان کي برج ڀاشا مان نڪتل ۽ گيان چند جين ان کي "کڙي ٻولي" مان نهيل ڄاڻائين ٿا. ٻئي طرف شوڪت سبزواريءَ جو اهو نظريو آهي ته اردوءَ جو سرچشمو پالي ٻولي آهي. بهرحال اهي سڀئي ان ڳالهه تي متفق آهن ته "اردو هڪ خالص هندستاني ٻولي آهي. جنهن جو ڍانچو اتان جي ئي ٻولين جي خمير مان تيار ٿيو آهي. لفظي ذخيري ۾ هند- آريائي، عربي ۽ فارسي ٻولين جا لفظ شامل آهن" (مقالو: پروفيسر مرزا خليل احمد بيگ بحواله "اردو زبان اور اردو رسم الخط. مرتب: پروفيسر فتح محمد ملڪ، مقتدره قومي زبان، اسلام آباد 2008ع).

قديم اردوءَ ۾ باقاعدي شاعريءَ جو آغاز قطب شاهي دربار ۾ ٿيو. قلي قطب شاهه (988هه تا 1020هه/1580ع تا 1611ع) پهريون شاعر هو جنهن جو ڪلام مختلف صنفن ۾ دکني اردوءَ ۾ اسان تائين پهتو آهي. مرزا غالب اردو ٻوليءَ جو تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. ان کانسواءِ ٻين اهم شاعرن ۾ مير تقي مير، مير درد، داغ ۽ سودا شامل آهن. نثر نگارن ۾ منشي پريم چند، ڪرشن چندر، عصمت چغتائي ۽ قرة العين حيدر وغيره نمايان آهن. پاڪستان جي موجوده سرحدن اندر ان جا وڏا شاعر ۽ اديب علامه محمد اقبال، فيض احمد فيض، جميل الدين عالي، احمد فراز ۽ پروين شاڪر جهڙي سگهجن ٿا. نثر نگارن ۾ احمد نديم قاسمي، سعادت حسين منٽو، جميل جالبي، فرمان فتح پوري وغيره شامل آهن.

قديم دور ۾ اسان کي سنڌ ۾ هڪ مقبول عام اردو شاعر جو پتو ملي ٿو. اهيءَ شاعر جو نالو مير محمد فاضل بکري هو جيڪو "تاريخ معصومي" جي مصنف مير معصوم بکريءَ جو ننڍو پاٽ هو ۽ هنديءَ ۾ فصيح بليغ شعر چوندو هو جيڪو گهڻي قدر مقبول عام هو ليڪن افسوس جو سندس ڪلام ڪٿي به ڪونه مليو. تاريخ "ذخيره الخوانين" ۾ لکيل آهي ته، "هن اردو ٻوليءَ ۾ ڪمال درجي جي فصاحت جا شعر چيا. جيڪي تمام گهڻا مقبول هئا".

اردو لپي: اردوءَ کي نستعليق نموني تي پنهنجو رسم الخط آهي. جيڪو عربي- فارسي اکرن جي مدد سان ناهيو ويو آهي ۽ پنهنجي نموني جو آهي. هيءَ ٻولي هند-يورپيائي، هند- ايراني، هند-آريائي وچين خطي جي هندستاني ٻولين مان آهي. هيءَ حرفي پدي قسم جي لپي آهي. جنهن ۾ سياريڪ طور "آ" سر / حرف علت شامل رهي ٿو. ٻيا سُر زير، زبر ۽ شد مدن وسيلي ظاهر ڪيا آهن. اردو پاڪستان جي رابطي جي به ٻولي آهي. جيڪا ايران، افغانستان، هندوستان، گهانا، آمريڪا، برطانيه وغيره ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. اردو، هندي زبان سان مشابهت رکندڙ زبان آهي. جنهن ۾ عربي ۽ فارسي جا تمام گهڻا لفظ شامل آهن. هن الفابيٽ ۾ ويڃنن جو تعداد 35 آهي. بلڪل فارسي خط جو ئي نمونو آهي. هن ۾ واڌو ڊوڪنا آواز 15 عدد آهن جن جي بنياد تي ڪي عالم سمجهن ٿا ته هيءَ اصل هند- ايراني ٻولين جي نڪ مان نه پر شايد دراوڙي ٻولين جي خاندان مان آهي. اردو لپيءَ جو نمونو هتي ڏسي سگهجي ٿو:

**اردو ڊڪشنري بورڊ:** اردو ڊڪشنري بورڊ 1958ع ڌاري اردو زبان جي وڏي عالم، محسن ۽ اديب، باباءِ اردو مولوي عبدالحق، هڪ اداري طور ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيو هو جي جوڙجڪ ۾ اردوءَ جا ناميارا اديب شامل رهيا آهن. جڏهن ته سنڌي عالمن مان پير سيد حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻيا پڻ هن اداري سان لاڳاپيل رهيا. هن بورڊ جي سربراهن ۾ پروفيسر ڊاڪٽر فرمان فتحپوري، پروفيسر ڊاڪٽر اسلم فرخي ۽

ڊاڪٽر جميل جالبي وغيره رهيا آهن ۽ هن وقت ان جي چيف ايڊيٽر اردو زبان جي مشهور شاعره فهميده رياض آهي.

اردو ڊڪشنري بورڊ هن وقت تائين اردو لغت جا ايڪيهه جلد شايع ڪري چڪو آهي ۽ ٻاويهين جلد تي ڪم هلندڙ آهي.

27 جنوري 2007ع تي ڪيبينيٽ ڊويزن جي هڪ فيصلي کي لاڳو ڪرڻ لاءِ وفاقي حڪومت جي تعليم واري وزارت کي اردو سائنس بورڊ ۽ نئشنل بڪ فائونڊيشن سان گڏي هڪ اداري بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. تازو 2 جون 2009ع تي نئشنل بڪ فائونڊيشن جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر ۽ اردو سائنس بورڊ جي ڊائريڪٽر جنرل وزارت تعليم جي عملدارن سان هڪ گڏجاڻي ڪئي ۽ ان فيصلي تي عمل ڪرڻ جي لاءِ وفاقي وزارت تعليم هڪ نوٽيفيڪيشن جاري ڪيو، جنهن مطابق اردو سائنس بورڊ، نئشنل بڪ فائونڊيشن ۽ اردو ڊڪشنري بورڊ کي ملائي هڪ ادارو بنايو ويندو. ان فيصلي جي اردو ڊڪشنري بورڊ جي ملازمن ۽ موجوده چيف ايڊيٽر فهميده رياض ڀاران ٻهرين جولاءِ 2009ع واري ڊان اخبار ۾ آيل هڪ خبر موجب مخالفت ڪئي وئي ۽ تصديق ڪرڻ تي ٻاڌ ٻڌاياٿين ته اهڙو ساڳيو خط وفاقي حڪومت واري سيڪريٽري تعليم کي به لکيو ويو آهي.

حڪومت طرفان اهڙي نوٽيفڪيشن ڪڍڻ جو پس منظر اهو آهي ته سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪيل هڪ پٽيشن جي جواب ۾ فيصلو ٿيو هو ته نهرائن/رزوليوشن ذريعي قائم ڪيل ادارا ان وقت تائين حڪومت جا ذيلي ادارا رهندا، جيستائين انهن جي حيثيت قانون سازيءَ ذريعي خودمختيار نه ڪئي وڃي.

**اردو - سنڌي لغت** (ڪتاب): هيءَ لغت ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي گڏ مرتب ڪيل آهي. سنڌ ۾ اردو ۽ سنڌي آباديءَ ۾ مستقل ويجهڙائي ۽ هڪ ٻئي جي ٻولين ۽ ادب کي سمجهڻ واري مقصد کي آڏو رکي علامه آءِ آءِ قاضي "اردو - سنڌي" ۽ "سنڌي - اردو" لغتن تيار ڪرائڻ جي رٿا جوڙائي، جنهن موجب اهي ٻئي لغتون تيار ڪرايون ويون. هن ڊيمي سائيز پڪي جلد واري ڪتاب ۾ 590 صفحا آهن ۽ قيمت 9 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇپرائيندڙ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڀاران سنڌ يونيورسٽي پريس، حيدرآباد مان 1960ع ۾ ڇپيو.

**اردو - سنڌي لغت**[2] (ڪتاب): سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۽ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي سهڪار سان ڇپيل لغت آهي. جنهن جي تحقيق ۽ ترتيب عبدالستار بلوچ جي ڪيل آهي ۽ نگران نور احمد ميمڻ اٿس. پنجاهه هزار لفظن واري هن لغت ۾ 1024 صفحا آهن ۽ قيمت 750 رپيا لکيل آهي. هيءَ لغت سال 2003ع ۾ شايع ڪئي وئي.

**ارڙ ۽ اجگر، اژدها** /Python / Python molurus/: هي دنيا جي سڀ کان وڏين بلائن جي ڪٽنب مان آهي جيڪا هڪ کان 10 ميٽر (3.3 فٽ کان 32.8 فٽ) ڊگهي ٿي سگهي ٿي. اردو ۽ فارسيءَ ۾ ان نانگ کي اژدها چون ٿا. ان جو هڪ نالو اجگر به آهي. سنڌ ۾ ارڙ بلا جي ڊيگهه 5 کان 12 فٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 22 فٽ ٿي سگهي ٿي. پچ جسم جي پيٽ ۾ تمام ننڍيون ٿنڀس ٿي. ارڙ بلا عام طور تي گلابي ٿئي ٿي. جسم جو مٿيون حصو هلڪو ميٽوڙي يا هيڊو هوندو اٿس. جيڪو پنهنجي پاسن کان هلڪو ٿيندو ويندو آهي. پٺيءَ تي وڏا وڏا خاڪي ۽ ڪڪري رنگ جا ٻي ترتيب بيضوي چٽ هوندا اٿس. پاسن کان به اهڙا ئي ننڍڙا چٽ ٿيندا آهن. ارڙ جو پيٽ هيڊو ۽ ان تي سنهڙا ڪارا داغ هوندا آهن.

هيءَ وڏي بلا دنيا ۾ هر هنڌ خاص ڪري گهميل گهاٽن ٻيلن ۾، وڻن جي ٿڙن ۾، يا پٿريلن ڏرڙن ۾ ٻئي هوندي آهي. ٻيلن ۾ وڻن تي چڙهي



شڪار جو انتظار ڪندي آهي. ڏينهن جي وقت ۾ اس ۾ ٻئي سيڪيندي آهي. جو نه وڏي جسامت هئڻ ڪري ان کي جسماني جوڙ لاءِ وڌيڪ گرمائش جي ضرورت پوي ٿي. عام طور تي رات جو شڪار لاءِ نڪرندي آهي. عادت ۾ سست هئڻ ڪري هڪ هنڌ رهڻ پسند ڪندي آهي. هڪ ڀيرو ڍؤ تي کائڻ کان پوءِ ڪيئي هفتا سست ٿي آرام ڪندي آهي. ارڙ عام طور پکي ۽ ٿڻڀارا جانور شڪار ڪندي آهي. سنڌ ۾ ارڙ بلا جي خوراڪ ۽ رهائشي ماحول گهٽجي ويو آهي. ٻين ملڪن ۾ هن جنس جا نانگ وڏن جانورن مثال طور هرڻ، جيئي ۽ واڳونءَ کي به کايو وڃن. ارڙ بلا شڪار تي وات سان حملو ڪندي آهي. اها شڪار جي جسم ۾ پنهنجا ڏگها ڏند کُپائي، پنهنجي جسم سان شڪار کي وڪوڙي سوگهو ڪندي آهي ۽ زور ڏيئي ان جون هڏيون ڀڃي ساهه ٻوساٽي ڇڏيندي آهي. شڪار جي موت کان پوءِ ارڙ پنهنجي شڪار کي سڄي جو سڄو ڳڙڪائڻ شروع ڪندي آهي.

ارڙ زهريلي نه آهي. ان جو وات وڏو ۽ ويڪرو هوندو آهي. ڏند وڏا، مضبوط ۽ پوئتي وريل هوندا اٿس. جيڪي شڪار جي جسم ۾ اندر تائين کُهڙي ان کي بي وس ۽ زخمي ڪري ڇڏيندا آهن.

ارڙ بلا عام طور ڍڳيئن وارن گپ وارن علائقن ۾، ٻيلن ۽ جابلو ڏرڙن ۾ رهي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن زمين ۾ وڏن ڏرڙن، غارن ۽ ويران جاين ۾ به رهندي آهي. سڄي عمر هڪ ئي ماڳ تي گذاريندي آهي. ڪيس حالتون ئي جاءِ بدلائڻ تي مجبور ڪنديون آهن. خشڪيءَ تي سست رفتار آهي. سٺي تيراڪ بلا آهي ۽ تيزيءَ سان ترندي آهي. گرميءَ جي مند ۾ اڪثر وقت پاڻيءَ ۾ گذاريندي آهي. خطرو محسوس ڪندي نه شوڪارا ڪندي آهي ۽ مقابلو ڪرڻ بدران ڀڄڻ کي ترجيح ڏيندي آهي.

ارڙ نانگ نومبر کان جنوريءَ تائين سياري واري نستائيءَ جي ننڊ ۾ هليو ويندو آهي. مادي ارڙ اپريل کان جون تائين 15 کان 45 بيضا ڏيندي آهي ۽ بيضن جي جوڙاري وڪڙ هڻي حفاظت ڪندي آهي. 57 کان 66 ڏينهن ۾ ٻچا ڦٽي پوندا آهن.

انسانن کي وڏن نانگن کان ڊپ ٿيندو آهي. ان ڪري ماريا ويندا آهن ان کان سواءِ هن خوبصورت بلا جي کل به ان جي موت جو ڪارڻ بڻبي آهي.

**ارڙ فقير ۽ ان جو مقبرو**: هي مقبرو ارغون- ترخان دور جو آهي. ٻٺوري اسٽيشن کان 7-8 ڪلوميٽر پري ڪنيري واري مسجد کان اولهه ۾ - ديهه جانيجو ڪندي ۾ واقع آهي. هتي پراڻي دور جي هڪ بزرگ جي مزار آهي ۽ مزار جي آس پاس وڏو قبرستان آهي. هن بزرگ کي مقامي ماڻهو ارڙ فقير چوندا آهن هتي چوڙ ذات جا ماڻهو رهن ٿا. مقام به سڏجن آهي. عام روايت آهي ته چوڙ ذات جا ماڻهو ڪلهوڙا عهد ۾ هتي آيا ته هيءَ مزار اڳ ۾ هتي موجود هئي

جيڪا ان وقت بہ بري حالت ۾ موجود هئي. ممڪن آهي تہ ارغون ترخان دور جو ڪو شهيد بزرگ هجي؟

**ارڙهن آڪٽوبر، واقعو:** ارڙهن آڪٽوبر واري واقعي کي ”ڪارساز سانحو“ بہ سڏيو وڃي ٿو. 2007ع ۾ جڏهن محترمہ بينظير ڀٽو اٺن سالن جي جلاوطنيءَ کان پوءِ وطن موٽي هئي تہ ڪراچيءَ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ ايئرپورٽ کان



ارڙهن آڪٽوبر 2007ع تي ٿيل ڌماڪي جو هڪ منظر

بلاول هائوس ڏانهن لکن ماڻهن جي ريليءَ ۾ ويندي ڪارساز وٽ مٿس ۽ سندس سائين تي خودڪش بمبارن قاتلاڻو حملو ڪيو. ان حملي ۾ محترمہ بينظير ڀٽو ۽ ٽرڪ تي سوار پارٽي قيادت سلامت رهي، پر محترمہ جي استقبال لاءِ آيل هزارين ماڻهن ۽ سندس سيڪيورٽي گارڊن مان 150 کان وڌيڪ ماڻهو مارجي ويا ۽ سوين زخمي ٿي پيا.

جنهن ٽرڪ تي محترمہ پنهنجن سائين سان سوار هئي، اها خاص طور سندس استقبال لاءِ، سمورن بچاءَ وارن اصولن کي سامهون رکي ٺاهي وئي هئي. ان ڌماڪي سبب ٽرڪ جون دريون ۽ هڪ دروازو اڏامي ويو. اهو سڀ ڪجهہ سخت حفاظتي اپائن جي باوجود ٿيو. اهو هڪ ڀيانڪ منظر هو. چوطرف انساني لاش ۽ عضوا پکڙيا پيا هئا. مري ويلن ۾ ڪيترا ٻار هئا. ڪجهہ مذهبي انتها پسند گروپن محترمہ کي قاتلاڻي حملي جي اڳي ئي ڌمڪي ڏني هئي، پر محترمہ بينظير ڀٽو انهن ڌمڪين جي پس منظر ۾ آڱوات ئي چتاءُ ڏنو هو تہ ڪيس جيڪڏهن ڪجهہ ٿيو تہ ان لاءِ حڪومت جي اندر ويٺل ٽي ڄڻا ذميوار هوندا. هي ايڏو وڏو شديد ۽ وحشيانہ واقعو هو جنهن جي ڪَڏهن ۽ ڪٿي ڪانہ مثال ملي ٿي. جنهن جي گڏيل قومن جي اداري ۽ دنيا جي حڪومتن پڻ مذمت ڪئي.

هن واقعي وقت محترمہ بينظير ڀٽو جي هڪ ساٿيءَ اسڪرفيلڊ، جيڪا بہ ساڻس گڏ هئي. ان واقعي کان پوءِ بي بي سيءَ کي ٻڌايو تہ ”مسين ٽرڪ تي ويٺا هئاسين تہ اوچتو روشنيءَ جو چمڪاٽ ٿيو ۽ ان بعد ڌماڪو ٿيو. هن ڌماڪي جي ٻن منٽن بعد ٻيو ڌماڪو ٿيو جيڪو پهرئين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ زوردار هو.“ هن واقعي ۾ هڪ ٽي وي چينل جو ڪيمرامئن بہ مارجي ويو. پوليس جو چوڻ هو تہ شروعاتي جاچ مان پتو پيو آهي تہ ٻيو ڌماڪو خودڪش هو. ڌماڪي کان پوءِ بينظير ڀٽو کي تباهہ ٿيل ٽرڪ مان لاٿو ويو ۽ کيس سندس گهر بلاول هائوس حفاظت سان نيو ويو. افراتفريءَ جي ڪري هوءَ جلسي کي خطاب نہ ڪري سگهي ۽ سندس استقبال لاءِ آيل هزارين ماڻهو منتشر ۽ دربدر حالت ۾ هيڏانهن هوڏانهن جان بچائڻ لڳا.

چيو وڃي ٿو تہ ڪراچي هوائي اڏي کان روانگيءَ بعد محترمہ بينظير ڀٽو بلٽ پروف شيشي واري ڪئبن استعمال ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ چيو هو تہ ”آئون ڏجان ڪانہ ٿي، صرف پنهنجي مشن بابت سوچي رهي آهيان. آءٌ سمجهان ٿي تہ پنهنجي عوام لاءِ جمهوريت خاطر جنگ وڙهڻ آئي آهيان.“

هن واقعي ۾ شهيد ماڻهن مان 20 اڻڄاتا لاش بہ هئا. جن جي سڃاڻپ ۽ وارثن نہ ٿي سگهي. جن کي ڀٽو 1، ڀٽو 2، ڀٽو 3 وغيره جا نالا ڏئي ڳڙهي خدا بخش جي تاريخي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. جنهن کي ”شهيدن جو قبرستان“ سڏيو وڃي ٿو.

**اُرڙي** (Measles): هڪ قسم جي چمڙيءَ جي پکڙجندڙ بيماري، جيڪا ”ماتا“ وانگر ٿيندي آهي ۽ ٻارن جي بيماريءَ طور مشهور آهي پر ٻنهي ۾ فرق آهي. اها بيماري هڪ خاص وائرس سان پکڙبي آهي. ان جا داڻا ٻاجهريءَ جي داڻن جيڏا ۽ ڳاڙها، خشڪ ۽ بنا روڳ جي ٿيندا آهن. هيءَ بيماري گهڻو ڪري چيٽ جي مهيني ۾ ٿيندي آهي.

هن بيماريءَ ۾ تپ تيز ٿيندو آهي ۽ جبلهہ ۾ سور، نڪ ۾ خارش، اکيون ڳاڙهيون ٿينديون آهن. اکين ۽ نڪ مان پاڻي وهندو آهي. اُرڙيءَ ۾ تپ گهڻو ٿيندو آهي ۽ اُرڙيءَ جا داڻا جلد نڪرندا آهن. ارڙي، ماتا کان گهٽ نقصانڪار ٿيندي آهي. خاص ڪري داڻن جو رنگ ڪارو، نيرو يا واڱڻائي هجي تہ بيقراري ۽ بيهوشي ٿيندي. هڪ ڀيرو اها بيماري ٿيڻ کان پوءِ جسم ۾ ان خلاف اندري قوت مدافعت ٿيندي آهي جو وري تا عمر ڪانہ ٿيندي آهي.

عام طرح چوندا آهن تہ ”ماتا“ يا ”اُرڙيءَ“ ۾ ڪابہ دوا ناهي ڪرڻي. پر اهو خيال غلط آهي. باقاعدي علاج جي ضرورت ٿيندي آهي. طبيبن ۽ ڊاڪٽرن وٽ ارڙيءَ توڙي ماتا جي بيماريءَ جو علاج موجود آهي. ان ڏس ۾ ڊاڪٽري علاج کانسواءِ حڪيم شمس الدين جي ڪتاب ”آسان علاج“ ۾ ڪافي مواد آهي.

**ارسطو:** يونان جي مشهور فلسفي، رياضي دان ۽ فلڪيات جي ڄاڻو ارسطوءَ جو مڪمل نالو ارسطاطاليس (Aristotle) هو. جيڪو يونان جي رياست ”مقدونيا“ جي شهر ”استاگرا“ (Stagira) ۾ 384 قبل مسيح ۾ پيدا ٿيو. ارسطوءَ جو پيءُ نيڪوماخوس يونان جي رياست مقدونيا جي بادشاهہ امنتاس ٻئي جو درباري حڪيم هو. ارسطو ارڙهن سالن جي عمر ۾ ”ايٿنس“ آيو. ويهن سالن تائين هڪ ٻئي عظيم فيلسوف افلاطون جي صحبت ۾ رهيو ۽ کانئس گهڻو ڪجهہ پرايائين.

ارسطو دنيا جو تمام وڏو ڏاهو فلسفي، رياضي دان، ستارن جي علم جو ڄاڻو ۽ ٻين گهڻين ئي خوبين جو مالڪ ٿي گذريو آهي. ارسطوءَ جي نالي ارسطاطاليس جي معنيٰ ”حڪمت سان پيار ڪندڙ“ آهي. ان وقت دنيا جي ٻئي مشهور ڏاهي افلاطون جي ايٿنس ۾ هڪ تربيت گاهہ هئي. جتي ارسطو بہ سترهن يا ارڙهن سالن جي عمر ۾ داخلا ورتي ۽ سندس شاگرد ٿيو ۽ ويهہ سال ان تربيت گاهہ مان تعليم حاصل ڪندو رهيو.

افلاطون فوت ٿي ويو تہ ارسطو اتان ”ميسيا“ هليو آيو. جتي بادشاهہ وٽ وڃي نوڪري ڪيائين. ارسطوءَ بادشاهہ جي ڀائيٽيءَ ”پائي ٿياس“ سان شادي ڪئي. جتان سالن کان پوءِ مقدونيا آيو. جتي کيس بادشاهہ فلپ گهرايو هو. ارسطوءَ اتي سڪندراعظم کي ڇهہ سال پڙهايو. ڪجهہ سال مقدونيا ۾ رهڻ کان پوءِ 327 ق.م ۾ ارسطو ٻيهر ايٿنس هليو آيو. جتي هن اسڪول ”ليشم“ جو بنياد وڌو. هو پڙهائڻ کان سواءِ لکندو بہ رهيو. جڏهن 323 ق. م ۾ اوچتو سڪندراعظم جي دوستن کي گرفتار ڪيو ويو. ارسطو ايٿنس مان ڀڄي ايوبيا جي شهر چلس هليو آيو.



ارسطوءَ جي جامع شخصيت، ادب، فنون لطيف، سائنس، منطق ۽ فلسفي

تي نهايت دور رس اثر مرتب ڪيا آهن. اهڙيءَ طرح ڪيس وري فاتح عالم سڪندراعظم جي استاد هئڻ جو به شرف حاصل آهي.

هن پنهنجي فلسفي جو آغاز افلاطون جي نظرين تي تنقيد سان ڪيو. ارسطو هن ڪائنات کي ازلي ۽ ابدي تسليم ڪري ٿو. ڪيس هن ڪائنات ۾ عظيم مقصد ڪارفرما نظر اچي ٿو. ساڳئي وقت هن جي نظر ۾ ڪائنات جو ازلي محرڪ، آخري حقيقت، "خير" يعني "نيڪي" آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ ضروري آهي. هو روح کي به حقيقت قرار ڏئي ٿو ليڪن هو ان کي جسم لاءِ هيئت (form) جو درجو ڏئي ٿو ۽ ان کي جسم لاءِ مقصد ۽ تڪميل جو ڪارڻ سمجهي ٿو. جسم سان روح جو تعلق اهڙو آهي، جيئن نظر جو اک سان. هتي اهو ٻڌائڻ مناسب آهي ته ارسطو سيني فاني شين جا به جزا ڄاڻائي ٿو: اول مادو ۽ ٻيو صورت يا قبول ڪرڻ جي صلاحيت. صورت جي ڪري ئي اسين ان شيءِ کي ڪنهن قسم يا نوع سان منسوب ڪندا آهيون. ارسطوءَ جي ان تعريف مطابق اسان کي مادو ڪڏهن به ملي نه سگهندو، ڇوته صورت کان سواءِ اهو لاشيءِ ٿي پوندو. ان لحاظ کان هو خدا کي محض صورت (form) ڪوٺي ٿو ۽ مادي کان پاڪ سمجهي ٿو.

اهو ارسطو ئي هو، جنهن فلسفي جي دنيا ۾ مابعد الطبعيات (Metaphysics) جو اصطلاح وضع ڪيو جنهن مان هن جو مطلب هو ته هي مضمون يا ڳالهيون، طبعيات جي دائري کان ٻاهر آهن. جهڙوڪ: ذهن، نفس، روح ۽ خدا وغيره. ان کان سواءِ اهڙا سوال به ان دائري کان ٻاهر آهن ته مادي ۽ ذهن ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟ ڇا انسان آزاد ۽ خودمختيار آهي؟ ڇا خدا جو وجود آهي وغيره. انهن سوالن کي ارسطو ئي پهريون دفعو مابعدالطبعيات جي عنوان سان بحث هيٺ آندو.

ارسطوءَ، علت (Causality) جي تصور تي به نهايت تفصيلي غور ۽ فڪر ڪيو ۽ هن علت جا چار قسم ڄاڻايا: (1) علت مادي (Material cause)، (2) علت فاعلي (Efficient cause)، (3) علت صوري (Formal cause)، (4) علت غائي (Final cause). هو خدا کي علت غائي سمجهي ٿو.

ڏٺو وڃي ته وچئين دور ۾ ارسطوءَ جي منطق ۽ فڪر، مسلمان مفڪرن، ابن سينا ۽ ابن رشد وغيره کي ڪافي متاثر ڪيو. پر هنن ارسطوءَ جي فڪر ۾ گهڻا سڌارا ۽ واڌارا پڻ ڪيا.

ارسطوءَ جي مستقل تصنيفن ۾ شعر، سياست ۽ اخلاقيات خاص ڪري قابل ذڪر آهن. ان کان سواءِ طبعيات، حياتيات، مابعدالطبعيات، منطق ۽ تقرير تي سندس مختصر رسالا موجود آهن.

ارسطوءَ تمام گهڻن موضوعن تي لکيو آهي، جن ۾ سائنس، ادب، فلسفو، سياست وغيره اچي وڃن ٿا. سندس ڪتابن جي فلسفي جي هاڻوڪي دؤر ۾ به تمام وڏي اهميت ۽ قدر آهي. هن اهڙيون بيشمار ڳالهيون لکيون آهن، جن جو لاڀ اڄ جو انسان به ماڻي سگهي ٿو. دنيا جي تقريباً مڙني موضوعن تي سندس ويچار ملن ٿا. هو 322 ق.م ڌاري وفات ڪري ويو.

**ارشادالخلفاءِ (تحقيق)** (ڪتاب): خلفاءِ راشدين جا قول ۽ نصيحتون محمد عثمان ڏيپلائيءَ مرتب ڪري هفتہ وار 'عبرت' جي خصوصي ايڊيشن ۾ ڪتابي صورت ۾ سنہ 1946ع ڌاري شايع ڪيا. پهرين ايڊيشن جي 44 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 8 آنا هئي. هن ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن آگسٽ 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور طرفان شايع ڪيو ويو. جنهن جو متن 30 صفحا ۽ قيمت 24 رپيا آهي.

**ارشاد القرآن (تحقيق)** (ڪتاب): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ترتيب ڏنل هن ڪتاب ۾ قرآن شريف جي چونڊ احڪامن سان واسطو رکندڙ آيتن جو سليس سنڌي ترجمو ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب اول هفتہ وار 'عبرت' ۾ قسط وار آيو. سنہ 1946ع اسلاميہ دارالاشاعت هن کي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪيو. ڪتاب ۾ 64 صفحا ۽ قيمت ڏهه آنا اٿس.

**ارشاد عباسي:** ارشاد النبي عباسي (پارس)، شاعر، اديب، پراڻو سياسي ڪارڪن آهي. هو ناميارو شاعر تنوير عباسي ۽ آبپاشي جي ماهر اين جي عباسيءَ جو ڀاءُ آهي. سندس تخلص پارس آهي. هو 21 مئي 1951ع تي صوبي ديري ضلعي خيرپور ۾ خانصاحب گل حسن خان عباسيءَ جي گهر ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي پاس ڪري سي ايس ايس جو امتحان پاس ڪرڻ بعد وفاقي حڪومت جي شڌ سماءُ واري کاتي ۾ آفيسر مقرر ٿيو. هو مختلف ملڪن ۾ پاڪستاني سفارتخاني ۾ پريس اتاشي طور ڪم ڪري چڪو آهي. شاگرديءَ واري زماني ۾ ڪابي ڌر جي شاگرد تنظيم سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابستہ رهيو. هن جي شاعري، ڪهاڻيون ۽ مضمون رسالن ۾ ڇپبا رهيا آهن. ادب، سياست، تاريخ ۽ فلسفي تي سٺو اڀياس رکندڙ 'پارس' نوڪري جو وڏو عرصو اسلام آباد ۾ گذاريو آهي.

**"ارشد" هالائي:** عبدالرحيم ابڙي "ارشد" هالائيءَ جي ولادت 15 آگسٽ 1932ع تي هالا شهر ۾ ٿي. پاڻ هالا جي مشهور نعت گو شاعر جان محمد "اضعف" هالائيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو ۽ ڪيس وقت جي سٺن شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. پهرين تخلص "بيدل" هئس. ان بعد "ارشد" اختيار ڪيائين. مضمون نگار ۽ مقرر هجڻ سان گڏ ڪامياب استاد ۽ تعليمي ماهر هو. سندس ايمانداريءَ، تعليمي مهارت ۽ محنت جي پيش نظر کيس حيدرآباد ضلعي جو ڊي اي او مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول هالا ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙيءَ ۾ نمايان خدمتون سرانجام



ڏنائين. پڇاڙيءَ ۾ اڳرو ٽيڪنيڪل آفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. شعر و شاعريءَ جي ميدان ۾ "بزم رفيق" ۽ "سنياسي ادبي سنگت" هالا ۾ سيڪريٽريءَ طور ڪم ڪيائين. شاعريءَ ۾ حمد ۽ نعتيہ ڪلام کان علاوه گهڻو ڪري اصلاحي ڪلام چيو اٿس. ڪجهه غزل ۽ ڪافيون پڻ سندس ڪلام جو حصو آهن. سندس ڪلام ۾ سلاست ۽ سادگيءَ سان گڏ ٻوليءَ جو مٺاج ۽ رس پڻ آهي. سندس اسلوب بيان وڻندڙ ۽ دلڪش آهي. جنهن ۾ دردمنديءَ ۽ اصلاح جا پهلو نمايان نظر اچن ٿا. سندس ڪلام سنڌ جي مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي. نثر ۾ سندس نصابي توڙي غيرنصابي ڪتاب شايع ٿيا. جن ۾ "رفيق گرامر" ۽ "برساتي ٻوندون" کي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ وڏي شهرت حاصل آهي. سندس انتقال 23 اپريل 1991ع تي ٿيو.

**ارغَجُ:** هڪ قسم جو عطر، جنهن ۾ ڪيترين ئي سرهاڻين مرڪب هونديون آهن (هيڊاڻ مائل عطر هوندو آهي). شاهه صاحب پنهنجي هڪ بيت ۾ هن عطر جو ذڪر ڪيو آهي:

"ٻانڌوٺا ٻَنِ ڏيان، ارغج ۽ عَنبير".

**ارغون:** ارغون ترڪستان جي هڪ خاندان جو نالو آهي. جنهن خاندان 1520ع کان 1555ع تائين سنڌ تي به حڪومت ڪئي. هن خاندان جو نسبي سلسلو چنگيز خان سان وڃي ملي ٿو.

ذوالنون بيگ ارغون، سلطان حسين بايقرا طرفان قنڌار جو حاڪم هو. جڏهن هيءُ شاهي بيگ شيبانيءَ جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو، تڏهن سندس پٽ شاهه بيگ ارغون قنڌار جو حاڪم مقرر ٿيو هو (شاهه بيگ ارغون) ٺٽي سنڌ جي حڪومت سمن جي پوئين حاڪم جام فيروز کان کسي، سنڌ ۾ ارغون حڪومت جو بنياد رکيو. شاهه بيگ جنگ ۾ هميشه اڳيان رهندو هو ڪجهه ڪتاب به لکيائين. 930هه/ 1524ع ۾ وفات ڪيائين.

هن کان پوءِ سندس پٽ مرزا شاهه حسن ارغون سنڌ جي تخت تي ويٺو. هن ملتان فتح ڪيو. بکر ۽ سيوهڻ جا قلعا مضبوط ڪيا. سنڌ تي ٻٽيهه سال حڪومت ڪرڻ کان پوءِ 962هه/ 1555ع ۾ وفات ڪيائين. ان کان پوءِ ارغونن جي حڪومت تي ترخان قبضو ڪري ويا. ارغون- ترخان گهراڻن جو سنڌ تي قبضو نهايت مختصر عرصي لاءِ يعني فقط 36 سالن لاءِ رهيو، پر ان جو اثر سنڌ جي سماجي، سياسي ۽ معاشي حالتن تي ايندڙ اوائن ٽن صدين تائين رهيو. جو سنڌ غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙي نه سگهي. ڌارين جي ڏاڍ ڏمر واري حڪومت، غيرشريفاڻو سلوڪ، اهل سنڌ جي فڪر ۽ حوصلي کي وڏو ڇيهو رسايو. خراسان مان لاتعداد مغرور اميرن ۽ اقتدار پسند پناهگيرن جي آمد سنڌ جهڙي امن پسند ڌرتيءَ لاءِ ڄڻ ته عذاب الاهي بڻجي وئي. ملڪ جا سيئي قلعا، وسنديون، واهڻ ۽ مال ملڪيتون سڄو ارڪو ترڪو ڌارين جي قبضي ۾ اچي ويو هو جن جي نه ٻولي سمجهه ۾ ٿي آئي ۽ نه سندن اٿڻ ويهڻ مناسب هو. سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف، جيڪو ان دور کان هڪ صدي پوءِ پيدا ٿيو. تنهن ارغونن کان وٺي سندن جانشين مغلن جي تسلط تائين سنڌ سان جيڪي وهيو واپريو، اُن جي اپٽار هن علامتي انداز ۾ ڪئي ته:

> پيئم پناڻن سين، ٻولي جي نه ٻجهن
> آ سنڌيءَ جو سعيو ڪريان، هو پارسيون پڄن
> مون پڻ ٿلا تن، سرتيون سور پرائيو

**اِرَمُ/ اُرمَقُ:** اصل فارسي ٻوليءَ ۾ خاص ريشمي ڪپڙي کي چوندا آهن. شاهه لطيف جي رسالي ۾ هن ڪپڙي جو ذڪر آهي ته:

> "اِرَمُ هَڏِ نه اوڍيان، پٽولا پَٽَ چِيرَ"

مطلب ته هڪ خاص قسم جو ريشمي يا اوني ڪپڙو.

**ارمان** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي ڀهڳڻي شاعر سڳڻ آهوجا جي شاعريءَ جو هي ٻهريون ڪتاب آهي. سڳڻ آهوجا سنڌي ٻوليءَ جو ڀهڳڻو نقاد، ترقي پسند شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار ٿي




گذريو آهي، پر هو شاعر طور وڌيڪ مشهور هو. هو سنڌيءَ جي صف اول جي شاعرن ۽ نقادن ۾ شمار ٿيندو هو. سندس ٻه ڪتاب "پياري چيز" (شاعري ۽ نثري تخليقون) ۽ "ڪنول جاڳي پيا" (ناول) ڇپجي شهرت ماڻي چڪا آهن. "ارمان" سندس شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جنهن مان انسان کي زندگيءَ جو پيور ۽ گوناگون چٽر يا عڪس ملي ٿو. هن ڪتاب ۾ سندس نظم، غزل، آزاد نظم ۽ قطعه شامل آهن. جن ۾ جتي ورهاڱي جو درد ۽ سنڌ، سنڌي تهذيب، شاهه ۽ سنڌي ٻوليءَ سان اٿاهه پيار آهي ته اتي محبت جا جذبا، سچائيءَ جا سڏ، زندگيءَ جي ڪنڊائن جو بيان به اثرائتي انداز ۾ موجود آهي. مشهور ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا سندس شاعري ۽ تخليقن کي سامهون رکندي کيس مفڪر شاعر سڏيو آهي. سڳڻ آهوجا جي هيٺئين غزل وڏي شهرت حاصل ڪئي

> زندگي، تنهنجي اداڻن کان ٿيو بر آهيان،
> غم جا پهلو ته بدل، ٿيٺ به شاعر آهيان.

هي شعري مجموعو، ڪرائون سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل آهي ۽ مشهور اديب ۽ پبلشر اي. جي اُتم، نئين دنيا پبلشرس پاران مئي 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت صرف ٽي رپيا رکيل آهي.

**ارمغان حامد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي حافظ حامد ٽکڙائيءَ جي ڪلام جو ديوان آهي. جيڪو مرحوم محمد هاشم مخلص جو ترتيب ڏنل آهي. هي مختلف حصن ۾ ڇپيو هو. حافظ حامد ٽکڙائي سنڌ جو ڪهنه مشق شاعر ٿي گذريو آهي ۽ غزل جي ڪلاسيڪي شاعرن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. هن ڊبل ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 83 آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، مسلمان پرنٽنگ پريس، ميرپورخاص مان 1926ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مخلص پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ شايع ٿيو.

ارمغان حامد جو ٽيون ڇاپو جنهن ۾ 106 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا اٺس، هاشمي پريس، حيدرآباد مان، محمد خان غنيءَ 1949ع ۾ شايع ڪيو.

هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو محمد خان غنيءَ ڊيمي سائيز ۾ هاشمي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1959ع ۾ ڇپايو. هن ڇاپي جي قيمت 3 رپيا ڇاپايل آهي ۽ ڪتاب جو نالو "ارمغان حامد عرف ديوان حامد" ڏنل آهي.

هيءُ ڪتاب "ارمغان حامد عرف ديوان حامد" جي نالي سان ڇهون دفعو، محمد خان غنيءَ، هاشمي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1964ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ارم محبوب:** سنڌي ٻوليءَ جي نوجوان شاعره، محبوب شيخ ۽ برک



ڪهاڻيڪار خاتون ماهتاب محبوب جي نياڻي آهي. هن 16 مارچ 1975ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ارم محبوب مئٽرڪ تائين تعليم سينٽ ميريز ڪانوينٽ گرلز هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ ورتي. گورنمينٽ نذرت ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ۽ گورنمينٽ (زبيده) گرلس ڪاليج حيدرآباد مان بي. اي ڪرڻ کان پوءِ 1998ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري جي سوشيالاجي ڊپارٽمينٽ مان ايم. اي ڪيائين.

ارم محبوب، ننڍيءَ ڄمار ۾ ئي نثر ۽ شاعري لکڻ شروع ڪئي. روزاني هلال پاڪستان ڪراچيءَ جي ٻارڙن جي صفحي "گلن جهڙا ٻارڙا" ۾ سندس ٻاراڻيون ڪهاڻيون ۽ لطيفا ڇپيا. سندس انگريزي شاعري، ننڍيءَ عمر ۾ ئي "Children's Dawn" ۽ "Teenager" رسالن ۾ ڇپجڻ شروع ٿي 1990ع ۾ 'ٽين ايجر' رسالي جي نمائندي طور ڪم ڪيائين ۽ 1995ع کان لڳاتار ڪجهه سال ان جي فيچر ايڊيٽر رهي. ارم محبوب جي نثري نظمن جو مجموعو 'منهنجي ڌرتي' 1991ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ارم جي 1993ع ۾ نوجوان شاعر حسن درس سان شادي ٿي هن 1997ع کان صحافت ۾ به حصو ورتو ان ڏس ۾ "ٽين ايجر" رسالي ۾ هن سنڌ جي وڏن اديبن شيخ اياز، علي احمد بروهيءَ آغا

سليم، حميد سنڌي ۽ ٻين جا يادگار انٽرويو ڇپايا. هن سنڌي اخبارن جاڳو، ڪاوش، سچ، خلق ۽ هلال پاڪستان ۾ ڪالم پڻ لکيا. سندس انگريزي شاعري، انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ لکيل سفرناما، ڪالمن ۽ انٽرويوز جا ٻه مجموعا ڇپائيءَ لاءِ تيار آهن. ازم محبوب کي منسٽري آف ڪلچر، ٽورزم ۽ يوٿ افيئرز پاران 1998ع ۾ ليڊر آف دي پيئر اوارڊ مليل چڪو آهي. ان کان سواءِ سنڌ ايگريڪلچر ڊپارٽمينٽ حڪومت سنڌ پاران پڻ کيس ڊپارٽمينٽل وڊيو موويءَ "مومل جي ڪهاڻي" ۽ ان جا ڊائلاگ لکڻ تي 2000ع ۾ اوارڊ ڏنو ويو آهي. هيءَ وڊيو مووي سنڌ جي 5000 ڳوٺن ۾ ڏيکاري وئي. ازم محبوب ٻه ڀيرا ڀارت جو سفر ڪيو آهي ۽ اتي سنڌي اديبن جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪري چڪي آهي. ان کان سواءِ چين، فلپائين، سنگاپور، ملائيشيا، ٿائيلينڊ ۽ هانگ ڪانگ جا سفر پڻ ڪري چڪي آهي. سنڌ جي سمورن اهم سنڌي رسالن سهڻي، مهراڻ وغيره ۽ ڀارت جي رسالن "ڪونج"، "رچنا" ۽ هوند راج بلوڻيءَ جي ٻارن لاءِ نڪرندڙ رسالي "گلواڙي" ۾ سندس سنڌي شاعري ڇپجي چڪي آهي. هن ٻارڙن جي اردو رسالن "نونهال"، "بچون ڪي دنيا"، "ٽوٽ بٽوٽ" ۽ "جگنو" ۾ ٻارن لاءِ ڪهاڻيون پڻ لکيون آهن. هن ڪجهه وقت ڪي ٽي اين تي پروگرام "منهنجو پاڪستان" ۾ وڏن وڏن اديبن، فنڪارن، تعليم دانن، ڊاڪٽرن ۽ سياستدانن جا انٽرويو به ڪيا. ازم محبوب هڪ ئي وقت سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين جي ليکڪا آهي. هن سنڌ ٽي وي تي مختلف پروگرامن ۾ ڊائريڪشن پڻ ڏني آهي.

**ارنيسٽ ٽرمپ:** سنڌي ٻوليءَ جو مغربي محقق ارنيسٽ ٽرمپ، 13 مارچ 1828ع تي، جرمنيءَ جي شهر السفيلڊ ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو جارج ٿامس ٽرمپ هو جيڪو هاري هو ۽ گذر سفر لاءِ ڪڏهن ڪڏهن واڍڪو ڪم ڪندو هو. ارنيسٽ ٽرمپ ڇهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ سان گڏ اسڪول وڃڻ شروع ڪيو. سندس اها شوق کي ڏسندي سندس والد کيس ٻيهر



واري هاءِ اسڪول ۾ تعليم لاءِ موڪليو، جتي هن لاطيني، يوناني ۽ عبراني ٻوليون سکيون. 17 سالن جي ننڍيءَ عمر ۾ هن امتحان پاس ڪري ورتو. ٽرمپ جي مائٽن کيس پادري بڻائڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن لاءِ هن کي ڏکڻ جرمنيءَ جي مشهور اداري اسٽيفن ڪاليج ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي هن نه فقط مذهبي علمن جو مطالعو ڪيو پر مختلف ٻولين جو اڀياس پڻ جاري رکيو. ٽرمپ کي عبراني، عربي ۽ سنسڪرت ٻولين سان خاص دلچسپي هئي. جرمنيءَ کان پوءِ هو لنڊن پهتو جتي هڪ پرائيويٽ اسڪول مان يوناني ۽ لاطيني ٻوليون پڙهڻ کان پوءِ ايسٽ انڊيا هائوس ۾ اسسٽنٽ لائبريرين طور ڪم ڪرڻ لڳو. هتي ئي چرچ مشنريءَ وارن سندس قابليت ڏسي، کيس هندستان وڃي اتان جي ٻولين جي گرامر ۽ لغتن تيار ڪرڻ جي آڇ ڪئي. ۽ برطانيا سرڪار به هن جي اهڙن ڪتابن ڇپرائڻ جو واعدو ڪيو. 1854ع ۾ هو پهرين بمبئي پهتو جتي اچي "اٽڪلن چرچ" جو پادري ٿيو ۽ اتي رهائش دوران فارسي زبان ۾ ايتري نه مهارت حاصل ڪيائين، جو ان ۾ انگريزي "ڪامن پرائمر بڪ" جو ترجمو ڪيائين. ڪجهه وقت کان پوءِ پنهنجي بنيادي پروگرام موجب ڪراچيءَ آيو. ڪراچيءَ جي آبهوا ابتدا ۾ هن تي خراب اثر ڪيو، جنهن ڪري "چرچ مشن" طرفان هن کي علاج جي خيال سان فلسطين موڪليو ويو جتي هن عربي زبان جو اڀياس جاري رکيو. فلسطين ۾ رهندي، هن جي هڪ انگريز خاتون سان ملاقات ٿي، جنهن سان 1856ع ۾ شادي ڪيائين. جنهن مان کيس هڪ پٽ به ڄائو.

هي صاحب 1856ع ۾ ورري ڪراچيءَ آيو جتي هن جي گهرواري بيمار ٿي پئي ۽ آخر گذاري وئي. سال کن بعد ورري جرمنيءَ ويو اتي ٻي شادي ڪري ورري سنڌ ۾ موٽي آيو ۽ ٿورو وقت اچي سنڌ ۾ رهيو. سنڌ ۾ هن سنڌي زبان جو ايترو ته اڀياس ڪري ورتو جو 1866ع ۾ "شاهه جو رسالو" هٿ ڪري ۽ پاڻ هندستاني (اردو) طرز جي سنڌي "الف بي" جي لوهي ٽائيپ وجود ۾ آڻي، ان جي ذريعي ليپيا (ليپزگ) جي "بروخوس ڪمپنيءَ" جي مدد سان ان کي جرمنيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيائين. هي رسالو 1218 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ شاهه جي ڪلام جا 26 سر ڏنل آهن. ان کان اڳ ۾ 1858ع هن هڪ ڪتاب "Sindhi Reading Book in the Sanskrit and Arabic Characters" نالي سان لنڊن جي والس پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو جنهن ۾ "سورٺ راءِ ڏياچ" جي قصي جا بيت درج ڪيا ويا. ڪجهه عرصي کان پوءِ هي صاحب پيرڻيءَ تي چڙهي، سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. رستي ۾ 22 ڏينهن جي لاڳيتي مسافريءَ کان پوءِ لاهور پهتو ۽ اتان وري پشاور پهتو. جتي هن پشتو ۽ ڪافري ٻولين جو مطالعو ڪيو. هن "براهوي زبان" جو به ستو مطالعو ڪيو. پشاور ۾ رهندي وري طبيعت خراب ٿي پيس ۽ وطن موٽي "اسٽگارٽ" شهر ۾ وڃي رهيو جتي به مشرقي ٻولين جو مطالعو جاري رهيس. 1864ع ۾ ٽيوبنگن شهر ۾ پادري مقرر ٿيو ۽ 6 سالن اندر ڪيترا ڪتاب لکيائين اتي جرمن گهرواريءَ مان ٻه پٽ ۽ ٻه نياڻيون ٿيس.

1870ع ۾ برطانوي سرڪار هن کي سکن جي مذهبي ڪتاب "گرنٿ صاحب" جي ترجمي جي آڇ ڪئي. 1872ع ۾ گرنٿ جو ترجمو مڪمل ڪيائين. جيڪو 1877ع ۾ ڇپيو. جنهن سان هن کي وڏي شهرت ملي. 1883ع ۾ ميونخ يونيورسٽيءَ ۾ سامي ٻولين جو پروفيسر مقرر ٿيو. جتي هن عربي گرامر "مروحيه" جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. مسلسل مطالعي ۽ لکپڙهه سبب سندس اکيون موڪلائي ويون. جنهن تي هن کي سخت صدمو پهتو. سندس زندگيءَ جا آخري ڏينهن ذهني مريضن جي اسپتال ۾ گذريا. 5 اپريل 1885ع تي هيءُ عظيم اسڪالر 57 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ جا رايا نهايت عالمانا ۽ فاضلانا آهن. 19 هين صديءَ جي آخر ڌاري سندس قائم ڪيل اهي رايا اڄ به ڪنهن حد تائين درست تسليم ڪيا وڃن ٿا. البت سندس اهو رايو ته "سنڌي ٻولي نج سنسڪرتي ٻولي آهي يا سنسڪرت ئي سنڌي ٻوليءَ جو سرچشمو آهي"، اڄ جي لسانيات جي ماهرن جي نظر ۾ رد ٿي چڪو آهي. ٽرمپ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر لکيو. جنهن ۾ هن سنڌيءَ جون ڪيتريون بناوتون شاهه لطيف جي بيتن مان مثال ڏئي سمجهايون. ٽرمپ جي گرامر ۾ ڪيترائي اهڙا اشارا ملن ٿا، جن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جي جدا حيثيت ۽ نرالائيءَ کي پڻ نروار ڪيو آهي.

ڊاڪٽر ٽرمپ سنڌي ٻوليءَ جو تقابلي گرامر به لکيو. ٽرمپ سنڌي ٻوليءَ جي مخصوص آوازن "ٻ"، "ڏ"، "ڄ" ۽ "ڳ" تي پڻ ڳوڙهائون ڪيون ۽ انهن آوازن جي ڀرپور تشريح ڪئي. ڊاڪٽر ٽرمپ ئي اهو ماڻهو هو جنهن سنڌي ٻوليءَ جي لپيءَ لاءِ 1853ع ۾ جوڙيل عربي سنڌي لپيءَ خلاف رايو ڏنو ۽ چيو ته "ها لپي سنڌي ٻوليءَ جي صوتياتي سرشتي جون سموريون ضرورتون پوريون نٿي ڪري". ان کان سواءِ هن ڪاروبار لاءِ جوڙيل واڻڪي لپيءَ تي پڻ تنقيد ڪئي. سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي پڻ ڊاڪٽر ٽرمپ تحقيق ڪئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مکيه لهجن اترادي، وچولي ۽ لاڙي وغيره تي لکيائين.

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جون سنڌي ٻوليءَ ۽ شاهه جي رسالي لاءِ ڪيل

خدمتون يادگار آهن ۽ سنڌ واسين لاءِ فخر جو باعث آهن. هو سنڌي لسانيات ۽ لطيف شناسيءَ واري ميدان ۾ سدائين زنده رهندو.

**ارنيسٽ ٽرمپ وارو ڇاپو:** شاهه عبداللطيف جي ڪلام جو ڇاپي رسالي سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ هيءُ رسالو جرمن پادري ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، جرمنيءَ جي شهر ليپسيا (ليپزگ) مان سن 1866ع ۾ هند سرڪار جي مالي سهڪار سان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊاڪٽر ٽرمپ جي هن ترتيب ڏنل "شاهه جي رسالي" جو ٻيون ڇاپو 2009ع ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. رسالي جو عنوان هيٺينءَ طرح ڏنل آهي: "شاهه جو رسالو يعني ديوان عبداللطيف ڀٽائيءَ جو"

ارنيسٽ ٽرمپ هن کي "رسالو" توڙي "ديوان" ٻئي عنوان ڏنا آهن. رسالي جو هيءُ ڇاپو اڻپورو آهي، جنهن ۾ فقط 26 سر شامل آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ جي چوڻ موجب ضخامت ۽ قيمت وڌي




وڃڻ ڪري باقي سُر شامل نه ڪيا ويا. هن ڇاپي ۾ 2529 بيت ۽ 159 وايون شامل آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ، هن ڇاپي لاءِ مواد ڪنهن مقامي پڙهيل منشيءَ جي مدد سان ٻه ٽي قلمي نسخا (سنڌس چوڻ مطابق) پيش، مرتب ڪيو. ٻنهي جي پڙهڻين ۾ جتي به اختلافي صورت پيدا ٿي ته اتي عام فهم پڙهڻيون اختيار ڪيون ويون. پر ڪاٿي لکي ٿو ته ڪيس ڪيئن وڌيڪ معنائن جي ڄاڻ ڪانه هئي، انهيءَ ڪري هن ٻنهي نسخن جي پڙهڻين بابت دليل پيش ڪيا ۽ جيڪو دليل وڌيڪ وزندار سمجهيائين سو اختيار ڪيائين. حقيقت ۾ سنڌس مقامي مددگارن پنهنجي طرفان شاهه جي ڪلام کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪندي (ٻين قلمي نسخن وانگر) انهن ٻن قلمي نسخن جي ڪن داستانن جي آخر ۾ وايون ڏنل ڪين هيون ته اهي پنهنجي طرفان گڏ ڪري انهي ڪميءَ کي پورو ڪري ڇڏيائين.

**اُرَٽي:** هن قسم جو وڻ ٿڻيو ٿيندو آهي هي ٿر جي ٻٽن ۽ اُن جي لاهين تي ٿئي ٿو ۽ هيٺانهين زمين ۾ ڪوڙ اُڀري. ٻارڪرن ۾ گهڻو ٿيندو آهي. هن جو ٿڙ پڪو يا ٿلهو ڪونه ٿئي، پر زمين مان شاخون نڪرن. جيڪي ڳاڙهي جهڳٽي وانگر ٿي بيهن. ڪامون سنهيون ٿين. جيڪي اندران پوريون هونديون آهن. فقط اُڃي ڳرڪار ٿيءِ اندر هوندي آهي. جيڪا سنهيءَ سيخ سان ڪڍي ڇڏبي آهي. انهن پورين ڪانين مان ڪُڇي جون شيون ۽ تُڙ ناهيندا آهن. ٿر ۾ مينگهواڙ سوئي ۽ اوٽي ڪپڙو اُڻندا آهن. جنهن لاءِ ارٽيءَ جي ڪامن مان ڇٽن ڇٽن انچن جا ٽڪر ڪپيندا آهن. جن کي 'ٽريون' چوڻ. ٽريون اُنٽ جي تڪ ۾ اٽڪائي، مٿان ڌاڳو وڙهي، اوجي جي اوزار ۾ وجهي ڪپڙو اُڻندا آهن.

**اُڙد:** سنڌ ۾ اُڙد کي گهڻو ڪري 'ماٽهن' جي دال چوندا آهن. هيءُ خريف (ڪتي) جو فصل آهي. هيءُ ٻوٽو زمين تي ڇٽ هئي پکڙي بيهندو آهي. هن ٻوٽي جا ٻن ويڪرا ۽ تاريون وڳهيون ۽ سنهي ٻج واريون ٿينديون آهن. هن جا گل ڳچگي جي صورت ۾ ٿين ٿا. هن جو ٻج ڇٽي جيڏو ٿو ٿئي. ماٽهن مان بهترين قسم جي دال ٺهندي آهي، جنهن ۾ 22 کان 24 سيڪڙو پروٽين موجود هوندي آهي.

ماٽهن جي اٽي مان پاپڙ سنا ٺهندا آهن. تنهن کان سواءِ شادي مراديءَ ۾ ڪنوار لاءِ اُبٽڻ به ماٽهن جي اٽي مان ٺهندو آهي. اُبٽڻ ۾ خوشبوئون ملائيندا آهن. ماٽهن جو اٽو ڳوهي رکڻ کان پوءِ ٽرڪجي پوندو آهي ۽ گهڻي جاءِ والاريندو آهي. تنهن ڪري عام محاورو آهي: "ماٽهن جي اٽي وانگر ٽرڪجڻ".

**اروڙ/ الور:** سنڌ جو هڪ قديم تخت گاهه/ قلعو/ بندر روهڙي ضلعي سکر کان پنج ميل پري ڏکڻ اوڀر ۾ ٽڪريءَ تي واقع آهي. هي ماڳ اتر 27°40' ۽ اوڀر 68°50' ڊگرين تي آهي. ماڳ جو دور قبل از تاريخ کان چوٿين صدي هجريءَ تائين آهي. ٻڌ ڌرم وارن جو هتي ڪافي زور هو هتي ئي ان کان اڳ واري تشين پٿر جي دور جا آثار به ملن ٿا. ويدن واري زماني ۾ به هي شهر چڱو آباد هو اروڙ تي چندر ونسي راجائن 450ع کان 642ع تائين حڪومت



ڪئي. جن کي راءِ گهراڻو سڏيو وڃي ٿو چندر ونسي گهراڻي 1100 ق. م ۾ به هن شهر تي حڪومت ڪئي. سڪندر جي ڪاهه وقت هتي جو راجا موسيڪانوس هو راءِ ساهسي جي وقت ۾ نيمروز ايرانيءَ ڪاهيو هي هڪ وڏو بندرگاهه هو جنهن کي مضبوط حصار ڏنل هو عربن جي وقت به هي شهر اوج تي هو عربن جي وقت ۾ توڙي جو هي شهر تختگاهه نه رهيو پر وڏو بندرگاهه ضرور هو هي سنڌوءَ جي هاڪڙي ڪپ تي ٻڌل هو چوٿين صدي عيسويءَ ۾ هاڪڙي جي رخ مٽائڻ ڪري هي بندر ڦٽڻ لڳو هاڻي هي بندر، تختگاهه، قلعو هڪ ننڍي ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي اروڙ ماضيءَ جو بهشت برين هو جنهن جي تعريف ابن خردازبه (250هه)، مسعوديءَ (942ع)، ابن حوقل (343هه) ۽ ٻين ڪئي آهي. برصغير جي پهرين مسجد محمد بن قاسم جي وقت ۾ هتي ٺهرائي وئي.

**اروڙ جي غار ۾ ڪالڪا ديوي:** هندومت ۾ شو ديوتا، پنهنجي تباهه ڪندڙ روپ ۾ ڪالي ديويءَ جو مڙس آهي. هن کي ڪاليڪا، مهاڪالي، ڪالي ما، ڪالي ماتا به چيو ويندو آهي. ڪالي ديويءَ کي سنهڙي، سڪڙي



پيانڪ شڪل ۾ جڻن هٿن واري ديوي طور ڏيکاريو ويندو آهي. اڄ به اروڙ جي جبلن جي غار اندر، صديون پراڻي ڪالي مندر تي پوڄاري سيس نمائڻ ايندا آهن. ان ديوي جي اڪثر سنڌ ۾ وڏي مڃتا آهي. ڪيترائي لوڪ اڄ به هت باسون باسيندا آهن ۽ نوراتري ۾ وڏو ميلو لڳندو آهي. ديوي ماتا تي هزارين ناريلن جي ڀيٽا چڙهندي آهي. ڪالڪا ديوي جي مورتي هوبهو ڪلڪتي جي ڪالي مندر ۾ رکيل مورتي جهڙي آهي.

**اروڙ ونسي:** ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" موجب سنڌ جي راءِ گهراڻي ۽ براهمڻ گهراڻي وارن راجائن جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ (الور) هو جو هن وقت هڪ ڳوٺڙو، روهڙيءَ کان اوڀر ڪوهه پري، زبون حالت ۾ آهي. 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت اتي پاڄ پيئي. پوءِ ٿورو آباد ٿيو ته زلزلي سبب اتان ماڻهو پکڙجي ويا. سنڌن نسل وارن مان گهڻا اڄ تائين بهاولپور ۽ ان جي ڀرپاسي سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي ۽ پنجاب جي پنجن ئي ندين جي ٻنهي ڪنارن تي، پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا آهن. انهيءَ مان اٿين سمجهجي ٿو ته الور ۾ جڏهن لڏ پلاڻ ٿي تڏهن اتان جا ڪيترائي رهاڪو پيڙين ۾ چڙهي نڪتا. پوءِ جن کي جتي بهتر لڳو ڪنارن تي آباد ٿيا. هن وقت تائين اهي وڏي ويجهي اٽڪل پندرهن لک ٿيا آهن. منجهائن گهڻا گروهه جا سک، ۽ ٿورا آريا سماجي، برهمو سماجي ۽ ديو سماجي آهن. پر سڀ اڄ تائين پاڻ کي "اروڙونسي" يعني اروڙ جي رهاڪن جو اولاد سڏائين ٿا. ڪي راجپوتانا ويا. ڪي سنڌ ڏي موٽيا ۽ شڪارپور کان قلات طرف ويا. وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو "تواريخ اروڙونسي". اردو ٻوليءَ ۾ لکيل. شريمت لالا رامچند وڪيل، لاهور ۽ مهتہ ٽيڪچند بجاج وڪيل، چيف ڪورٽ ملتان جي اهي ٻئي صاحب پاڻ به اروڙ ونسي آهن.

اروڙونسين جون ڪل 458 نکون ڄاڻايون اٿن. جن مان ڪن ٿورين جو ذڪر ڪجي ٿو.

**اروڙونسين جون نکون:** قديم سنڌ ۾ عام طرح نک جي نالي پٺيان "جا" لفظ ڳنڍيندا هئا. جنهن جي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي "جاتي، نسل، اولاد" مثلا "جاڙيجا" معنيٰ "جاڙي جو اولاد" اهڙا ٻيا مثال ٻٽيجا، تلريجا، ڀهوجا، جسوجا، ڪڪڙيجا، ماکيجا ۽ هندوجا آهن. "ڏميجا (ڏميچا، ڏاميچا) ۽ "وليجا" (وليچا) نالن ۾ "ج" جو اچار منجهي "چ" ۽ "ڇ" ٿيو آهي.

سنڌ ۾ جوڻيجا، جهيجا، چنيجا، ڏيپارجا (ڏيپارچا)، سنڌوجا، تاريجا وغيره ذاتين وارا مسلمان آهن. پر اهي اصل ۾ هندو هئا. ۽ اهي سنڌن نکن جا نالا هئا. ڪي هندو پنهنجن نکن جي نالن پٺيان "آڻي" ڳنڍيندا هئا. مثلا اجماڻي (جماڻي) ٻناڻي، پيناڻي، پکتياڻي، گرسياڻي ۽ هريراڻي. ڪي هندو پنهنجي نکن پٺيان "پال" لفظ ڳنڍيندا هئا. مثلا راجپال، ڪانپال، ڪترپال ۽ ناگپال. ڪن حالتن ۾ "پال" مان "پ" اکر نڪري ويو آهي. جنهن ڪري باقي "آل" جو اچار بچيو آهي. جهڙوڪ نڪرال ۽ منجال. اروڙ ونسين جي ٻين نکن جا نالا بجاج، سچديو، ناگديو، واسديو، منچنديا وغيره آهن. مطلب ته سنڌ جي جن آکهين بابت چئون ٿا ته ٻاهران آيون آهن. سي اصل سنڌ جون هيون. جي موٽي سنڌ ۾ آيون آهن. ۽ ڪيتريون آکهيون اڃا پنجاب ۽ ٻين هنڌن آهن. ته به "اروڙونسي" سڏجن ٿيون.

**اڙانا** (راڳڻي): آساوري ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. ڪن ڳرنٿن ۾ هن کي ڪافي ٺاٽ ۾ ڳڻيو ويو آهي. مڌم ڳرهه جو سر آهي. ڪرج وادي سر آهي. ان جي شڪل سارنگ سان ملندڙ آهي. پر امروهي ۾ پنچم ۽ ڳنڌار جي سنگت کيس سارنگ کان ڌار رکندي آهي. تار ۽ مڌ آستان جي سرن ۾ ڳائڻ سان لطف پيدا ٿئي ٿو.

هن راڳڻي جي خاص تان هي آهي: ناٽا ماپا - سا - نا پا - ماپا - سا - ڌانا پا - ما - گا ما - ري - سا - ما ما - پا - سا - ڌا نا سا - ري ري سا - سا - نا پا - گا گا - ما - ماري - سا. هن جي آروهي ساري ما پا ڌا نا سا ۽ امروهي سا نا پا گا ماري سا. جڏهن ته وادي سر ڪرج ۽ سموادي سر پنچم ۽ آڌي رات جو ڳائبي آهي.

**اڙل:** اهڙو گهوڙو جنهن جا نخرا هوندي وارا يا ڪيرو وارا ڪندا اچا نه پڳا هجن يعني ڪيرو (گهوڙو). شوار ان وهيءَ واري گهوڙي کي "اڙل وڇيرو" به چوندا آهن.

ڪارا ڪُند هَٿن ۾، اڙل وڇيرا هيٺ. (شاهه)

**اڙل واهه:** سنڌ جو قديم قدرتي واهه، جيڪو سيوهڻ جي ڀر ۾ منڇر ڍنڍ جي ڏکڻ - اوڀر ڪنڊ تي آهي. هن کي "اڙل نديءَ" جي نالي سان به سڏيو ويندو آهي. حقيقت ۾ اهو سنڌو درياهه ۽ منڇر ڍنڍ جو ڳنڍيندڙ واهه آهي. آبڪلانيءَ جي موسم ۾ جڏهن سنڌو درياهه ۾ چاڙهه هوندو آهي، تڏهن هيءُ واهه وارو پاڻي منڇر ڍنڍ کي مهيا ڪندو آهي ۽ وري جڏهن منڇر ڀرجي ويندي آهي ۽ درياهه ۾ به لاٿ هوندي آهي. تڏهن هيءُ واهه. منڇر جو پاڻي درياهه ڏانهن ڪڍي ويندو آهي ۽ چنبڙ طور استعمال ٿيندو آهي. مغربي محققن ۽ سياحن انهيءَ تي حيرت ظاهر ڪندي لکيو آهي ته اهو عجب اسرار آهي. جو هڪ واهه يا نديءَ کي ابتو وهڻو پوي ٿو اڙل واهه جي ويڪر ڏري گهٽ 30 ميل آهي. هن وقت اهو منڇر مان نڪري سيوهڻ شهر وٽ سنڌو درياهه ۾ داخل ٿئي ٿو.

اڙل واهه اوترو ئي قديم آهي، جيترو سنڌو درياهه ۽ منڇر ڍنڍ قديم آهن. قديم دور ۾ هن کي "اڙل ندي" چوندا هئا. هي اڳاٽي دور کان ئي سنڌوءَ ۽ منڇر وچ ۾ رابطي جو ذريعو رهيو آهي. 1959ع ۾ آمريءَ جي ڊڙي جي کوٽائيءَ مان انهيءَ قديم نديءَ جي وهڪري جا نشان مليا آهن. جيڪا اڳاٽي وقت منڇر مان نڪرڻ بعد سيوهڻ واري قلعي جي اتر ۽ اوڀر کان ڦري، ڏکڻ طرف لڪيءَ وٽان ڦٽل وهڪرن مان ٿيندي، اڳتي اوڀر طرف وڏي وهي سن شهر جي مٿئين پاسي کان سنڌو درياهه ۾ چوڙ ڪندي هئي.

چاڙهه واريءَ موسم ۾ اڙل واهه، سنڌو درياءَ مان 5 لک ڪيوسڪ پاڻي منڇر کي مهيا ڪندو هو سکر بئراج ٺهڻ کانپوءِ اڙل وٽ هڪ پيو هٽراڊو واهه کوٽائي ان تي ريگيوليٽر هنيو ويو آهي. ته جيئن منڇر ڍنڍ جي پاڻيءَ کي ضابطي ۾ رکجي.

**اڙي:** ملهه جو هڪ داءُ آهي. جنهن ۾ هلڪي داءُ سان ٻئي ملهه کي رنڊائبو آهي. انهيءَ ارادي سان ته وجهه لڳڻ تي پنهنجو داءُ ڪري سرخرو ٿجي. وهٽ کي تيز هلائڻ لاءِ ڳُڙيءَ جي مهميز يا چوڪ کي به اڙي سڏبو آهي. هَلڪي اڙ، زَنلم، روڪ به اڙيءَ جي معنيٰ ۾ ڪم ايندي آهي.

**اُزبڪ:** تاتاري ترڪن جو هڪ قبيلو، جيڪو 13 صدي عيسويءَ جي شروعاتي ڏهاڪو سالن ۾ چنگيز خان سان گڏ ترڪستان، افغانستان ۽ ايران ۾ پکڙيو. بعد ۾ پنجاب ۽ سنڌ ۾ به داخل ٿيو.

**اُزبڪستان** (Uzbekistan): سمرقند ۽ بخارا جا تاريخي شهر هن وقت ازبڪستان رياست (ريپبلڪ) ۾ شامل آهن. جيڪا 1991ع ۾ سوويت يونين (USSR) جي خاتمي بعد هڪ آزاد جمهوري ۽ خودمختيار رياست طور قائم ٿي آهي ۽ اسلامي تشخص سان سڃاپجڻ لڳي آهي. ازبڪستان جي ڪل پکيڙ 700، 172 چورس ميل (يعني 400، 7، 44 چورس ڪلوميٽر) آهي ۽ آدمشماري ڏيڍ ڪروڙ کان مٿي آهي. هاڻي ازبڪستان وارا پنهنجي ماضيءَ کي جاڳائي رهيا آهن ۽ پنهنجين وڏين ناميارين شخصيتن جون ورسيون ملهائي رهيا آهن. آڪٽوبر 1998ع حضرت امام بخاري رحه ۽ مشهور رياضي دان احمد فرغانيءَ جي ياد ۾ بين الاقوامي ڪانفرنسون سڏايون ويون. جيڪي مرڪزي ازبڪستان سائنسي اڪيڊمي تاشقند طرفان منعقد ٿيون، جن ۾ سنڌ

مان مشهور اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سڏايو ويو. هن ڪانفرنس ۾ ڊاڪٽرصاحب هڪ تاريخي مقالو پڙهيو هو.

ازبڪستان، پاڪستان جو پاڙيسري ملڪ آهي. افغانستان سان لاڳو آهي. پاڪستان مان جيڪا شاهراهه گلگت کان اڳتي وڃي ٿي، سا آخر ۾ ساڄي هٿ تي ڦري، چين ۾ داخل ٿئي ٿي، ۽ جيڪڏهن اتان کابي وات تي هلجي ته ٿوري فاصلي کان پوءِ ازبڪستان اچي ويندو. ازبڪستان جي گاديءَ



جو شهر تاشقند آهي. پر هن ملڪ جا مشهور تاريخي شهر چار آهن: (1) سمرقند، (2) شهر سبز، (3) بخارا ۽ (4) خيوا. انهن شهرن جي ڏسڻ کان سواءِ ازبڪستان جي تاريخي عظمت جي صحيح ڄاڻ حاصل نه ٿيندي. شهر ماضيءَ ۾ وڏن عالمن، عارفن، مشهور مدرسن، مسجدن ۽ وڏن بادشاهن جي آخري آرامگاهن مرڪز رهيا آهن. سمرقند ۾ وڏي فاتح امير تيمور جو مقبرو آهي، جيڪو عمارت سازيءَ جي اعتبار کان بي مثال يادگار آهي. امير تيمور جو پوٽو الغ بيگ، وڏو بادشاهه ٿي گذريو آهي، هيءُ وڏو عالم ۽ سائنسدان پڻ هو. جنهن تجربن لاءِ سمرقند ۾ وڏي رصدگاهه ٺهرائي، جيڪا اڄ به موجود آهي. ان کان سواءِ اسلام جي علمي خدمت ۽ عظمت جا ڪيئي روشن ستارا هنن شهرن جي آس پاس آرامي آهن. امام بخاري رحه سمرقند کان ڏهه ٻارنهن ميل ٻاهر پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ آرامي آهي، جتي موجوده حڪومت سندس روضو وڏن دروازن واري ايوان ۾ تعمير ڪيو آهي. نقشبندي سلسلي جو باني حضرت بهاءُ الدين نقشبند، بخارا جي شهر کان اتر طرف ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آرامي آهي، جتي هڪ وڏي وسيع خانقاهه، مدرسو وڏي شاهي جامع مسجد ۽ ٻاهران سادي تربت سندس عظمت جا يادگار آهن. شهر سمرقند ۾ سندس مريد مشهور ولي خواجه عبيدالله احرار مدفون آهي. "قعاز" کان هڪ سؤ ڪلوميٽر پري "انديجان" جي وادي، بابر بادشاهه جو وطن آهي، جتي "باغ بابر" اڃا تائين موجود آهي.

ڊاڪٽربلوچ صاحب ازبڪستان جي سفر ۾ هيٺيون دلچسپ احوال قلمبند ڪيو آهي:

"مون کي حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو ازبڪستان وڃڻ جو موقعو مليو ۽ ڪانفرنس وقت، تاشقند، سمرقند ۽ فرغانه جا شهر به ڏٺم. ان بعد مون پنهنجي ذاتي انتظام ۽ اهتمام سان سمرقند (پيهه)، سبز شهر شهر ڪتاب، شهر ڪرشي، بخارا، اورگنج ۽ خيوا جا شهر ڏٺا. جتان ايرندي اتر طرفان هليس ۽ سڄي ملڪ مان سفر ڪري الهندي ڇيڙي تي خيوا ۾ پهتس. تاشقند وڏي ۾ وڏو ماڊرن شهر آهي، جنهن جهڙو صاف، ڪشادو ۽ وڏين شاهي عمارتن وارو شهر پاڪستان ۽ هندستان ۾ ڪونهي. البت اسلام آباد وڌيڪ بهتر پلاننگ سان تاشقند سان ڪلهو هڻي سگهي ٿو. ازبڪستان ۾ جبلن جون وڏيون قطارون آهن جن مان سون نڪري ٿو جتان ڪجهه سال اڳ نوي ملين ڊالرن جو سون ڪڍيو ويو ۽ رکيو ويو. پيٽرول ۽ گئس جا بي انداز وڏا ذخيرا آهن. زراعت ۾ وڏي ۾ وڏو فصل "پنبه" (ڪپهه) جو آهي. تاشقند کان وٺي خيوا تائين (سواءِ ريگستاني علائقن جي) ووڻئي نظر آيا. اجا ڪن پاڳن ۾ ڦٽيون هيون ۽ مالهن پٽي چونڊيون. بخارا کان خوارزم صوبي تائين ٿر مثل ڳاڙهاڻ مائل واريءَ وارو وڏو ريگستان آهي، جنهن کي "قزل ڪم" (ڳاڙهي واري) ريگستان سڏجي ٿو ان ۾ گئس جا وڏا ذخيرا آهن. خوارزم جي (اترادپا) پٽي طرف ڪاراڻ مائل واري آهي ۽ ان کي "ڪارڪم" (ڪاري واري) ريگستان چون. سڀ ميوا (انگور، صوف، آڙو، زردالو، ڳاڙهون وغيره) ٿين. وڏو ڪارو ڪانءُ عام آهي اسان واري ڪبر به آهي، جنهن کي "پاڪستاني مينا" چون. سنڌ خيال ۾ ڪهرون پاڪستان مان ٿيون اچن باغن ۽ وڻن ۾. ٻاهر ٺوڙي شهرن ۾ شڪا پکيءَ جو راڄ آهي، هيءُ پکي ڪانءُ کان وڏو ۽ ڪجهه ڏکيءَ پڇ سان آهي ۽ ٻليءَ تي ڪارن اڇن کنڀن جا پٽا اٿس. مون اهو پکي پهريائين ڪوئيٽا جي باغن ۾ ويٺل ڏٺو ۽ بلوچيءَ ۾ ان کي "شڪڪ" چون. سڀ کان وڌيڪ نه ازبڪستان عقابن، بازن ۽ شڪرن جو ملڪ آهي ۽ اسان وٽ سنڌ ۾ اهي اتان ٿا اچن. سمرقند ۾ مانيءَ جي هوٽل تي ڪبابن وارن جي آڏو به اهڙا پکي ويٺا هئا. هڪ کي ٽنگ ۾ ڏور ٻڌل هئي، باقي ٻيو آزاد هو ۽ پٽي گهميو هئي قسمين قسمين ماکي ٿئي ٿي ۽ گهڻو ڪري سڀ جبلن مان اچي ٿي. امام بخاري جي يادگار تي اسان کي جيڪا دعوت کارايائون، ان ۾ ماکي به پيالن ۾ رکيائون. اها سفيد ماکي هئي. ڪاٺ سان ائين محسوس ٿيو جڻ ان ۾ داڻا داڻا هئي، پر وڏي ڳالهه نه ان ۾ عطر واري سرهاڻ هئي. بازار ۾ جتي ڪٿي ماکيءَ جا دڪان هئا. پر اهڙي خوشبودار اچي ماکي ڪٿي به ملي نه سگهي". هن ملڪ سان پاڪستان جو هڪ تعلق اهو به آهي ته هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ 1965ع واري جنگ جي خاتمي لاءِ مشهور "تاشقند ٺاهه" به ازبڪستان جي شهر تاشقند ۾ ٿيو هو.

**ازدها**: وڏو نانگ، اژ نانگ، اجگر. هيءُ تصوراتي بلا آهي، جيڪا قصن ڪهاڻين ۾ بديءَ جي علامت طور ايندي آهي ۽ ساهوارن کي ڳيهي ڇڏيندي آهي. هڪڙو آسماني نکٽ به اهڙو آهي، جنهن ۾ تارن جي قطار لهر وانگر ڏسبي آهي، جنهن کي به "اژدها" جو نالو ڏيندا آهن. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: "اجگر".

**آساس الفرائض** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ 1192هه/1778ع کان اڳ تصنيف ڪيو هيو. ڪتاب فوتيءَ جي ورثي ۽ ملڪيت کي سندس وارثن ۾ شرعي حڪمن مطابق ورهائڻ ۽ تعليم جي موضوع بابت آهي. جيڪو عام طرح گرهوڙي صاحب جي سنڌيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪتاب جي تصنيف ڪرڻ جو مقصد تعليمي هو. گرهوڙي صاحب مکيه موضوعن جهڙوڪ: ايمان، توحيد، رسالت وغيره کي پڻ منظوم سنڌيءَ ۾ سمجهايو ۽ سندس اهي نظم پڻ پوءِ "آساس الفرائض" سان گڏ گرهوڙي صاحب جي سنڌيءَ ۾ شامل ٿي ويا. 1336هه/1918ع ۾ هيءُ رسالو مخدوم عبدالله جي "سگ نامي" ۽ ٻين جڙن ڪتابن سان گڏ، مطبع ڪريمي، بمبئيءَ مان ڇپيو.



**اسان جا شعر هي سادا** (ڪتاب): هي ڪرائون سائيز جي 63 صفحن تي مشتمل شعري مجموعو بدين ضلعي جي شاعر عبدالغفور عابد جو ٽيون مجموعو ڪلام آهي، جيڪو ساگر پبليڪيشن بدين 1973ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 2 رپيا آهي. شاعر موصوف ڪتاب جو انتساب مير عبدالحسين سانگيءَ کي ڪيو آهي. ڪتاب جو مهاڳ مشهور سياسي اديب ۽ محقق سومار شيخ لکيو آهي جڏهن ته هن ڪتاب جو ٻيپاس ڊرد جي

سوغات' جي عنوان سان نامياري دانشور سراج لکيو آهي.

**اسان جو پيارو آقا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد صالح ۽ محمد ابراهيم پٽي جو لکيل آهي. جنهن ۾ رسول اڪرم جي زندگيءَ ۽ سيرت تي مواد آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 99 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون. محمد يوسف اينڊ برادرس پاڪ جامعه عربيه پريس حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسان جو پيارو دين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب شيخ محمد حاجن جو لکيل آهي. جنهن ۾ دين اسلام بابت ڄاڻ ڏنل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. هن ۾ صفحا 80 آهن ۽ قيمت 25 پئسا ڇاپايل آهي. ڇاپو پنجون. محمد يوسف اينڊ برادرس حيدرآباد مان سال 1965ع ۾ شايع ڪيو.

هن نالي سان ٻيو ڪتاب مولوي محمد مدنيءَ ۽ ٻين جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. هن ۾ صفحا 125 آهن. ڇاپو پهريون. عجائب اسٽور سکر سال 1962ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

ٽيون ڪتاب غلام محمد گراميءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 129 آهن ۽ قيمت ڇاپايل ناهي. شيخ غلام علي اينڊ سنز حيدرآباد. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو. نيوگرين پريس مان سال 1971ع ۾ شايع ڪرايو.

هن نالي سان چوٿون ڪتاب مخدوم امير احمد جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. هن ۾ صفحا 72 آهن ۽ قيمت 54 پئسا ڇاپايل آهي. دين دنيا بوڪ ڊيپو. حيدرآباد طرفان ڪتاب جو ٻارهون ڇاپو. نوراني پريس مان سال 1969ع ۾ ڇپيو.

**اسان جو پيارو رسول** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد بخش "واصف" جو لکيل آهي. جنهن ۾ رسول اڪرم جي زندگيءَ ۽ سيرت جو ذڪر آهي. هيءَ ڪرائون سائيز جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ صفحا 200 آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. مسلم ادبي سوسائٽيءَ حيدرآباد طرفان ڪتاب جو پهريون ڇاپو اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد مان سال 1931ع ۾ ڇپيو.

**اسان جو پيارو نبي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب قاضي عبدالرزاق جو لکيل آهي. جنهن ۾ رسول پاڪ جي زندگيءَ ۽ حسن اخلاق جو ذڪر آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 184 ڏنل آهن. ڇاپو پهريون. مدينه دارالاشاعت آئوٽرام روڊ ڪراچيءَ وارن سال 1959ع ۾ شايع ڪيو.

**اسان جو جسم** (ڪتاب): "علم بدن" جي موضوع تي هيءَ ڪتاب حافظ احسن جو لکيل هو. جيڪو "اردو سائنس بورڊ" جي ڇپرايل ڪتاب "همارا جسم ڪيسي ڪام ڪرتا هي" جو آسان سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي.

سنڌي ادب ۾ سائنسي ڪتابن جي لکڻ ۽ شايع ڪرائڻ واري رٿا هيٺ هيءَ ڪتاب اصل اردو ڪتاب تان پيهر بدر رضوان عباسيءَ ترجمو ڪيو ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇاپيو. هن ڪتاب ۾ انساني جسم جي مختلف عضون، انهن جي جوڙجڪ ۽ ڪم ڪرڻ جا طريقا ڄاڻايل آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ بنيادي سائنس جي حوالي سان هيءَ ڪتاب سٺي اهميت رکي ٿو ڪتاب جو تفصيل هن ريت آهي: صفحا 36 ڇپيندڙ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي. قلهه 20 روپيا. ڇاپو پهريون. مارچ 1996ع. تعداد هڪ هزار ڪاپيون.

**اسان جو قرآن** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد يعقوب ابڙي "جليس" هالائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. هن ۾ صفحا 184 آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڇاپايل آهي. دارالاشاعت رفيق ڪمپني هالا طرفان. ڇاپو پهريون. الزمان پرنٽنگ پريس هالا مان سال 1953ع ۾ ڇپيو.

**اسان جو ڳوٺ** (ڪتاب): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هي ڪتاب "سنڌ جا ڳوٺ" سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي. جيڪو هن 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. رائل سائيز جي 303 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. هي ڪتاب علي محمد خان بلوچ، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڳوٺ جي جاگرافيائي ۽ تاريخي پسمنظر ڏيڻ کان سواءِ ڳوٺ جعفر خان ۽ ان سان لاڳو ڳوٺن جي اقتصادي حالت ۽ ترقي بيان ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ننڍپڻ جي پڙهڻ جي ڪهاڻي لکي آهي. ان بعد ڳوٺ جي ڪجهه لائق ماڻهن، ڳوٺاڻي زندگيءَ جي ڳالهه هڪ داناءَ فقير، ڳوٺاڻن شاعرن، جنگ نامي ۽ لغاري قبيلي جي نسب نامي کي شامل ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌ جي ڳوٺن جي تاريخ جي سلسلي جو اهم ڪتاب آهي.







**اسان جون اکيون** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري محقق پروفيسر علي مرتضيٰ ڌاريجي جو لکيل آهي. جنهن ۾ هن سائنسي انداز سان اکين جي تحقيق، بيمارين ۽ بچاءَ بابت اهم معلومات ڏني هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي. جنهن ۾ 72 صفحا آهن. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 25 رپيا لکيل آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران 1992ع ۾ ڇاپيو ويو.

**اسان جي پياري رسول صلي الله عليہ وسلم جي عملي زندگيءَ جا مثال عرف اسوه حسنہ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم عبدالرزاق قاضي آهي. هيءَ ڪرائون سائيز ڪتاب آهي. هن ۾ صفحا 40 آهن ۽ قيمت اڍائي آنا ڇاپايل آهي. نئشنل پرنٽنگ پريس. ڪراچيءَ مان ڇپيو. سال ڇاپايل ناهي.

**اسان جي سنڌ** (ڪتاب): سهڻي پبليڪيشن حيدرآباد جي "اڳتو ادب" سلسلي جو پهريون ڪتاب "اسان جي سنڌ". اپريل 1972ع ۾ مشهور اديب ۽ پبلشر طارق اشرف، سهڻي پبليڪيشن الهندي ڪچي، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جون 1947ع ۾. موهن پنجابيءَ، باغي پبليڪيشن. هندستاني ساهتيه آستان. فريئر روڊ. ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو پهرئين ايڊيشن جو پيش لفظ. ناميار شاعر شيخ اياز لکيو هو. جنهن ۾ ورهاڱي کان اڳ جي حالتن تي لکيل اسلوڪين ڪهاڻين جي پسمنظر تي لکندي. شيخ اياز سنڌي هندن کي لڏپلاڻ کان روڪڻ ۽ سنڌ ۽ سنڌي سڀيتا سان ڳنڍجي رهڻ جي تلقين



ڪندي لکيو آهي ته هندو مسلم عوام کي متحد ٿي جاگيرداري ۽ سرمائيداري قوتن جو مقابلو ڪرڻو آهي. هن وڌيڪ لکيو آهي ته هي ڪهاڻيون انهي، محبت، اتفاق، حب الوطني، ۽ بغاوت جو نتيجو آهن اڄ اسين ترقي پسند اديب هن سماج جي مدي خارج تصورن ۽ رجعت پسند خيالن سان ٽڪر کائي رهيا آهيون. جيڪي سياست حل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي آهي.

هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1972ع ۾ طارق اشرف ڇپايو. جنهن جي 'گذارش' ۾ هو لکي ٿو ته سهڻي پبليڪيشن پاران 'اڳاتو ادب' سلسلي جو هيءُ پهريون ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب اسان کي جناب سوڀي گيانچنداڻيءَ کان مليو ۽ انهن ڪهاڻين کي ميرمحمد پيرزادي ڪتاب تان پريس ڪاپيءَ لاءِ اُتاريو. اصل ڪتاب ۾ جيئڻ ڪهاڻيون ڇپيل آهن. اسان اهڙيءَ ريت ئي هتي ڇپيون آهن يعني ڪهاڻين جي ٻوليءَ يا ٻيهڪ جي نشانين ۾ ڪابه ڦيرقار نه ڪئي وئي آهي. البت ترتيب ۾ ڪن مجبورين ڪري فرق اچي ويو آهي. هن ڪتاب ۾ رام امر لعل ڦنجواڻيءَ جي "هراس"، شيخ اياز جي "پاڙيسري"، موهن پنجابيءَ جي "ساٿو شوٽ" ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي "دشمن ڪيرا" ڪهاڻيون شامل آهن.

**اسان جيئڻ جيئي ڪو** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف عبدالواحد آريسر آهي. آريسر صاحب پنج مهينا چار ڏينهن ٺارچر سيلن ۾ رهندي جيڪا سزا




ڀوڳي. هيءُ ڪتاب ان سزا جو مڪمل احوال آهي. آريسر صاحب هن ڪتاب ۾ پنهنجي بي گناهيءَ جو ڪيس جڳيءَ ريت وڙهيو آهي. سندس عبارت وڻندڙ، سليس ۽ روان ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. هيءُ ڪتاب جهانزيب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ پٽائي ڪميونيڪيشن ٿنڊي آدم جي مالڪ ساگر ڏهراج، آڪٽوبر 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو فيبروري 1999ع ۾، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي.

**اُست**: لاڙ جي ڄاڃلو ڙ ۾ جتن جو گذران عموماً اُٺين جي کير تي هوندو آهي. جيڪو ڪين جهنگ ۾ اُٺن چارڻ وقت ڦيسر ٿيندو آهي. اُٺين جي کير جي لسيءَ، اُٺين جي ڇاپل کير ۽ اُٺين جي کير مان ڇاپل ڏڌيءَ کي "اُست" چوندا آهن.

**استاد** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو سيد غلام مصطفيٰ شاهه جو لکيل آهي. جنهن ۾ استاد جي اهميت، فرضن بابت تفصيل لکيل آهي ته رڳو استادن ۾ شاگردن لاءِ پاڻ هيءُ ڪتاب رهبري جي صورت رکي ٿو هن ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد واري ڪتاب ۾ صفحا 16 ڏنل آهن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ، حيدرآباد، سال 1972ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**استاد احمد خان**: استاد احمد خان هڪ خانداني ڳويو هو ۽ سنڌ جو ممتاز موسيقار ليکيو ويندو هو سندس پيءُ شادي خان به هڪ برک موسيقار ٿي گذريو آهي. سندس ڀاڻر ڪامڻ خان ۽ ڪريم بخش خان به پنهنجي دور جا مڃيل موسيقار هئا. استاد احمد خان ٺيپي ۽ ڌرپڌ جو ماهر هو مگر پوءِ سموري توجهه خيال طرف ڏنائين. سندس آواز ۾ خاص قسم جو تاثر هو انهن خوبين سبب ٻاهرين ملڪن ۾ به سندس عزت هئي. نيپال جي مهاراجا جي دعوت تي اوڏانهن هليو ويو ۽ سندس درٻاري ٿي رهيو وفات به اُتي ڪيائين. استاد جمالو خان ۽ استاد منظور علي خان سندس خاندان مان آهن.

**استاد الهڏنو نوناري**: استاد الهڏنو نوناري، سر زمين سنڌ جو ممتاز ڳويو ٿي گذريو آهي. هن ٻاگڙجي، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو بعد ۾



ڪجهه عرصو روهڙيءَ ۾ به رهيو هيءُ سنڌ جو پهريون ڳائڪ هو جنهن ديسي سنڌيءَ راڳ سان گڏ ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ به مهارت حاصل ڪئي. خاص طور تي "تان" ۾ وڏي مهارت رکندو هو هن استاد عاشق علي خان سان وڏا مقابلا ڪيا ۽ بعد ۾ هن جو شاگرد به رهيو ان جي انداز ۾ به ڳائيندو هو سندس آواز سنهو اوچو ۽ لوچدار هو جنهن ۾ عجيب ترنم ۽ سوز موجود هو هن خاصيت سبب هُو ڪافيون ۽ مرثيا نهايت پرسوز انداز ۾ ڳائي سگهندو هو هن کي "تلنگ" راڳ تي وڏي مهارت حاصل هئي. ان کان سواءِ آسا، پيم پلاس ۽ پيروي به ڪمال جي ڳائيندو هو. هن ممبئي، لکنئو ۽ مدراس ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري پاڻ ملهايو سندس سوين ڪلام رڪارڊ ٿيل آهن هن 1951ع ڌاري وفات ڪئي.

**استاد امجد علي خان** (سرود نواز): استاد امجد علي خان، 19 آڪٽوبر 1945ع ۾ گواليار ۾ پيدا ٿيو جتي سندس والد استاد حافظ علي خان گواليار دربار سان وابسته هو امجد علي خان سرود وڄائڻ جي تعليم پنهنجي پيءُ وقت جي عظيم سرود نواز، پدم ڀوشن استاد حافظ علي خان کان حاصل ڪئي.

استاد امجد علي خان جو تعلق بين ڪارن جي "سين" گهراڻي سان آهي.



سندس خاندان 6 پيڙهين کان وٺي موسيقيءَ سان لاڳاپيل آهي. گهڻو وقت اڳ سندس ڀرکن مان، پنهنجي وقت جو هڪ عظيم فنڪار، غلام بندگي خان بنگش، ڪابل مان رباب کڻي هندستان وارد ٿيو غلام بندگي خان جي پٽ غلام علي خان هندستان جي موسيقيءَ کي نظر ۾ رکندي رباب کي سرود جي صورت ۾ تبديل ڪيو ۽ غلام علي خان جي خاندان مان ننهي خان، مراد علي خان، محمد امير خان ۽ استاد حافظ علي خان جيڪو استاد امجد علي خان جو پيءُ هو پنهنجي وقت جا نامي گرامي سرود نواز گذري چڪا آهن.

استاد امجد علي خان جو پهريون يادگار پروگرام صرف 12 سالن جي عمر ۾ 1958ع ۾ منعقد ٿيو سندس سرود تمام گهڻي تياريءَ سان وڄايل هوندو آهي. سندس ٻاج به بي حد تاثير وارو آهي. استاد امجد علي خان هن دور جي ٻن عظيم سرود نوازن مان هڪ آهي ٻيو سرود نواز استاد علي اڪبر خان آهي.

استاد امجد علي خان 1981ع ۾ پاڪستان جو دورو ڪيو.

استاد امجد علي خان کي مليل ايوارڊ ۽ اعزاز: 1- پدم شري 1975ع (صرف 30 سالن جي عمر ۾)، 2- سنگيت ناٽڪ اڪيڊمي ايوارڊ 1989ع، 3- تانسين ايوارڊ 1989ع، 4- پدم ڀوشن 1991ع.

**استاد امير خان:** سرتال جي هن ناماري ڳائڪ استاد امير خان کي قلندر



شهباز جي ڪشش ڇڪي سنڌ آڻي هئي ۽ هن سيوهڻ شريف کي ئي پنهنجي مستقل رهائش جو هنڌ بنايو هو هتان جي ماڻهن جي محبت ڏسي هميشه لاءِ هتي جو ٿي ويو هو. هي ٺڪ ڳويي خانصاحب عاشق علي خان جو مامو هو سندس آواز ۾ هڪ قسم جو عجيب رس رچيل هو. ڳائڪي جي لحاظ کان هن تي دهلي گائڪيءَ جو گهڻو اثر هو رباب وڄائڻ ۾ سندس ڪو ثاني نه هو

**استاد امير علي خان:** ناميارو نوجوان راڳي، استاد امير علي خان، 1961ع ڌاري، سخي پير ڪالوني حيدرآباد ۾، استاد رمضان عليءَ جي گهر ۾ ڄائو شروعاتي تعليم قاضي عبدالقيوم اسڪول مان حاصل ڪيائين. جڏهن ته مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول ۽ انٽر سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين.

ننڍي هوندي کان وٺي راڳ سان دلچسپي هئس. ابتدائي سکيا، پنهنجي پيءُ استاد رمضان عليءَ کان ورتائين بعد ۾ خانصاحب ٺان رس خان جي



ڏوهٽي، استاد واحد حسين خان کان باقاعدي سکيو. موسيقار نياز احمد خان کان ڪمپوزيشن جي تربيت وٺي 1984ع ۾، پي ٽي ويءَ ڪراچي مرڪز تي اسسٽنٽ ڪمپوزر مقرر ٿيو. هن وقت تائين سندس گيتن جا 9 کان وڌيڪ البم اچي چڪا آهن. هن لطيف سائينءَ جي شاعريءَ کي جشن پولين ۾ ڳائي، "Latif is Great" جي عنوان سان هڪ البم جاري ڪرايو آهي. جيڪو سڪرنڊ جي ناز پراڊڪشن هائوس جاري ڪيو آهي. سندس فن جي مڃتا طور ادبي تنظيم "ڪاروان ادب سنڌ" ۽ آر جي سنڌ آفتاب نيوز ۽ ڪي ٽي اين طرفان ڪيس اوارڊ مليا آهن. جڏهن ته 1996ع کان 1998ع تائين لاڳيتار ٽي سال، مصري شاهه اوارڊ حاصل ڪيو اٿس. امير علي خان "سُر شاهه سمند" جي نالي سان موسيقيءَ متعلق هڪ ڪتاب لکيو آهي. جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي 2007ع ۾ شايع ڪيو آهي. جنهن ۾ هن لطيف سائينءَ جي اهم راڳن بابت ڄاڻ ڏني آهي. سندس ٻيو ڪتاب شاهه جي راڳ جي لکيت ۾ نوٽيشن جي باري ۾ آهي. جيڪو ڇپائيءَ جو منتظر آهي. موسيقيءَ جي سکيا لاءِ سندس هڪ ادارو "شاهه لطيف ميوزڪ سينٽر" نالي سان حيدرآباد ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. هن وقت انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ موسيقيءَ جي استاد طور سکيا ڏئي رهيو آهي.

**استاد بخاري:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر سيد احمد شاهه "استاد بخاري" ولد سيد حاجن شاهه، 16 جنوري 1930ع تي تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ غلام چانڊيي ۾ ڄائو. 1944ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪري، 1947ع ۾ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو. 1964ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم اي ڪيائين. 1967ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ آخر ۾ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. پاڻ سنڌي ٻوليءَ جي بهترين ۽ جديد سنڌي شاعرن ۾ پهرينءَ صف جو شاعر هو سندس شاعريءَ جا ڪيترائي مجموعا ڇپيل آهن. جيڪي هيٺيان آهن: "گيت اسان جا جيت اسان جي" (1971ع)، "هي گيت گلابي ٻارن جا" (1980ع)، "لوڙهن جوڙهون" (1985ع)، "ڪرڪڻ يا ڪليان" (1986ع)، "سوچون پکڪا، واڪا" (1990ع)، "لهر لهر دريا" (1990ع)، "ڪاري ڪڪر هيٺ" (1991ع)، "ڪرڻي سرتي" (1991ع)، "زندگي زندگي" (1992ع)، "نه ڪر نبيرو نه ڪر نبيرو" (1993ع)، "جستجو لاتقنطو" (1993ع)، "مانڊي ٿيءُ نه مارئي" (1994ع)، "ولولو ۽ ووڪ" (1994ع)، "ميلا ملهالا" (1996ع)، "وطن ۽ ويساهه" (1997ع)، "گلدستي ۾ گيت" (2007ع)، "بخاريءَ جا قطعا" (2008ع)، "ٻير نه هئن ٻوٽئي" (2007ع)، "ڪوڙ دل تي درد جي" (2007ع)، "گهڙيا سي چڙهيا" (2007ع)، "هي گجرا هي گولا" (1997ع)، "هڙني هيج وطن جا" (1998ع)، "لهري لهري ۾ لالاڻ" (1998ع)، "ڳائي پيو جاڳائي پيو" (1999ع) ۽ "ٽڙ ٽڙ ٽيڏيان ڳالهيان" (سرائڪي شاعري- 2001ع).
شاعريءَ جي لغت "اکر اکر آرسي" عنوان سان عزيز ڪنگرانيءَ تيار ڪئي آهي. جيڪا سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2009ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي.

سنڌي زبان جو هيءُ ڀهڳڻو شاعر آخري عمر ۾ ڪئنسر جي موذي مرض ۾ ورتجي ويو ۽ انهيءَ مرض سبب 9 آڪٽوبر 1992ع تي ڪراچيءَ جي اسپتال ۾ وفات ڪيائين. 10 آڪٽوبر 1992ع تي دادوءَ ۾ دفن ٿيو سندس شخصيت



۽ فن تي تاج جويو جو "ٿورڙ جوڙ تي ٻول" نالي ڪتاب سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران 1993ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. استاد بخاريءَ جي زندگيءَ ۽ فن تي ٻيو اهم ڪتاب نوجوان اديب علي دوست عاجز "آديسي استاد" نالي لکيو آهي. جيڪو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران سال 2005ع ۾ ڇپيو آهي. ان کان سواءِ استاد بخاريءَ جي نثري لکڻين انٽرويوئن، مهاڳ وغيره تي مشتمل ڪتاب آزاد انور ڪانڌڙي ترتيب ڏئي "سمي دريا، سمي صحرا" عنوان سان ڪوينا پبليڪيشن پاران 2007ع ۾ ڇپايو آهي. استاد بخاريءَ جا ڪلام جهڙ جهنگ فنڪار ڳائين ٿا ۽ سنڌ جو بيحد مقبول شاعر آهي.

**استاد بخشو خان:** ڪلاسيڪي سنگيت جو هي ممتاز موسيقار اصل جيسلمير جو رهاڪو هو. تنهن ڪري استاد بخشو خان جيسلميري جي نالي سان مشهور هو رياست خيرپور جي ميرن جي دعوت تي اچي وٺن رهيو هو مگر پوءِ حيدرآباد ۾ اچي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. استاد بخشو خان سنڌ ۾ اٽڪل سن 1830ع ۾ آيو ۽ هتان جي ماڻهن جي قدردانيءَ سبب هميشه لاءِ هتي جو ٿي ويو هن تي پڻ دهليءَ جي گائڪي جو اثر هو پر ان ۾ ڪرناٽڪي گائڪيءَ کي ملائي عجيب رنگ پيدا ڪندو هو طبلو ۽ سارنگي ڏاڍي مهارت سان وڄائيندو هو ۽ اهي سندس دل پسند ساز هئا.

**استاد بڙي غلام علي خان:** سنگيت جي برک ۽ ممتاز ڳويي استاد علي بخش خان جو لائق پٽ استاد بڙي غلام علي خان 2 اپريل 1902ع تي پيدا ٿيو هو پنهنجي دور جو هڪ مڃيل ۽ عظيم موسيقار هو هو موسيقار هجڻ کان سواءِ سٺو شاعر به هو ۽ تخلص "سب رنگ" اختيار ڪندو هو "پيا موري بات اب نا مانې"، "سب رنگ، سب جڳ جاني" سندس مشهور ڪلام آهي. موسيقار جيڪو پاڻ ڪلام به جوڙيندو هجي. ان کي سنگيت جي دنيا ۾ "نائڪ" ڪوٺيو آهي. راڳدارين ۾ ڪيس "پدم ڀوشڻ" ۽ "سُر جو پتلو" خطاب پڻ مليا. هڪ سنگيت ڪار لاءِ هي سڀ خطاب وڏي اعزاز ۽ عزت جو نشان سمجهيا وڃن ٿا. پر فنڪار خود اعزازن کان وڏو هوندو آهي. اڳي سڀ موسيقار ڌانپوري تي ڳائيندا هئا. مگر استاد بڙي غلام علي



خان سڀ کان پهريائين سرمنڊل ڪتب آندو. 'دم دم ياد پيون ٿيون، مارن مليون ڳالهڙيون' ۽ 'دلڙي لڳي ٿنهن يار سڄڻ'، سندس ڳايل مشهور ڪافيون آهن. استاد بڙي غلام علي خان ٺمري، جو بادشاهه ڳائڪ مڃيو ويندو هو. مگر پوءِ سندس توجهه خيال جي ڳائڪيءَ طرف گهڻو رهيو. سندس پٽ منور علي خان هندوستان ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي. استاد بڙي غلام علي خان جو پسنديده ساز سارنگي هو ملڪ ترنم نورجهان ۽ لتا منگيشڪر سندس شاگردن مان آهن. بادشاهه موسيقار هجڻ جي باوجود ڏاڍو نهٺو ۽ بردبار شخص هو ۽ هميشه فن جي سکڻ لاءِ ڪوشان رهندو هو ۽ اهڙي طرح هن استاد عاشق علي خان کي پنهنجو استاد ڪري مڃيو. حالانڪ کيس فن موسيقي جي مڪمل سکيا پنهنجي پيءُ استاد علي بخش خان کان مليل هئي. ان کان سواءِ استاد مبارڪ علي خان گواليارءِ کان به راڳ جي سکيا ورتائين. سندس وفات 23 اپريل 1966ع ۾ ٿي.

**استاد بسم الله خان** (شرناءِ نواز): سال 2006ع جي آگسٽ مهيني جي 21 تاريخ سومر ڏينهن استاد بسم الله خان جي وڇوڙي جي خبر وڏي ڏک ۽ ارمان سان پڙهي وئي. استاد بسم الله خان يا بابا بسم الله خان، جو نالو سڄي دنيا، خصوصاً هندستان پاڪستان ۾ وڏي ادب ۽ احترام سان ورتو ويندو آهي. کيس سنگيت جي دنيا ۾ تاج دار واري حيثيت حاصل هئي. بابا بسم الله خان کان اڳ ۾ شرناءِ شادين مرادين ۽ مذهبي رسمن جي موقعي تي وڄائي ويندي هئي.



ڪريم جي ڪرم ۽ رات ڏينهن جي رياضت سان بسم الله خان شرناءِ کي مڪمل ڪلاسيڪل ساز جي حيثيت ڏياري. سندس شرناءِ جي کهڙي ڳالهه ڪجي، تاثير جو هڪ جادو هو جيڪو ٻڌندڙن تي چانئجي ويندو هو چا راڳ، چا ٺمري، جيڪو ڪجهه سندس شرناءِ مان سريلن سرن ذريعي نڪتو امر ٿي ويو.

عطر حنا ۽ مشڪ عنبر جي خوشبوءِ کي پسند ڪرڻ وارو استاد بسم الله خان 1916ع ۾ ڄائو. شرناءِ ۾ سندس استاد سندس ئي مامو علي بخش هو. سندس وڏا بهار جي هڪ رياست ڊمراڻ ۾ درباري فنڪار هئا. هن جي ماءُ ننڍپڻ ۾ گذاري وئي ۽ سندس پرورش بنارس ۾ ماماڻن ۾ ٿي. سال 1930ع ۾ صرف 14 سالن جي عمر ۾ پريل پنڊال ۾ شرناءِ وڄائي، ماڻهن جا من موهي ورتائين. پنهنجي پهرين ئي پروگرام ۾ شرناءِ اهڙي وڄايائين، جو واهه واهه ٿي ويندي، جو تمغو سندس سيني جي سونهن بڻيل هو. پوءِ ته تمغن ۽ اعزازن ملڻ جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. هو هندستان جو ٽيون ڪلاسيڪي فنڪار هو جنهن کي 2001ع ۾ هندستان سرڪار اعليٰ ترين اعزاز "ڀارت رتن" سان نوازيو. ان کان اڳ کيس پدم ڀوشن عطا ٿيو. سنگيت ناٽڪ اڪيڊمي ايوارڊ ماليائين. مڌيه پرديش سرڪار کيس تانسين ايوارڊ ڏنو. وشو ڀارتي يونيورسٽيءَ، شانتي نڪيتن ڊاڪٽريٽ جي اعزازي سند ڏني. صرف 14 سالن جي عمر ۾ استاد جو لقب، پنڊت جواهر لال نهرو کيس الله آباد ۾ هڪ محفل ۾ عطا ڪيو. پاڻ سڌو سنئون درويش صفت انسان هو. ايڏو نامور هجڻ باوجود پنهنجي شهر بنارس ۾ ڪڏهن ڪنهن هوٽل جي اڳيان بيٺلي، ۾ چانهه پيئندي نظر ايندو هو ته ڪڏهن ڪنهن دوڪان جي سنڌل تي ويهي دوستن سان ڪچهري ڪندي ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس سواري سائيڪل رڪشا هوندي هئي.

استاد بسم الله خان جڏهن اڪيلي سر شرناءِ وڄائيندو هو ته به واهه واهه هوندي هئي. پر جڏهن ڪنهن ٻئي ساز جي جگل بنديءَ ۾ شرناءِ وڄائيندو هو ته پوءِ سبحان الله هوندي هئي. ولايت خان سان ستار، امجد علي خان سان سرود ۽ V.G. Jog سان وائلن جي جگل بنديءَ ۾ وڄايل سندس شرناءِ يادگار جي حيثيت رکي ٿي.

استاد جي شرناءِ مان نڪتل سر هر ڪنهن کي روئاري ڇڏيندا هئا. پر جڏهن هي فقير فنڪار محرم مهيني جي اٺين تاريخ، ماتمن جي جلوس گڏرڻ وقت، ڪارو ڪڙتو پائي، مٿي اگهاڙو، پيرين اگهاڙو رستي جي ڪنڌ ۾ اڀو بيهي شرناءِ وڄائيندو هو ماتمي ياحسين هائي حسين جي واڪا ڪندا هئا. استاد جي شرناءِ اوسر وارا آلاپ ڪري روئندي هئي. استاد جي اکين مان ڳوڙها ٽم ٽم ڪري نڪرندا هئا. نه استاد رهيو نه استاد جي شرناءِ رهي. رهي ٿانءِ ڏکيءَ جي استاد هن دنيا ۾ آيو به 21 تاريخ ۽ ويو به 21 تاريخ. اهو عجيب اتفاق آهي.

**استاد بيبو خان:** استاد بيبو خان، ناميارو ڪلاڪار استاد شادي خان جو پوٽو، استاد ڳامڻ خان جو پٽ ۽ استاد مبارڪ علي خان، استاد مراد علي خان ۽ استاد علي محمد خان جو ننڍو ڀاءُ هو. استاد بيبي خان جو اصل نالو محمد ابراهيم هو. هو 1904ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. هن فن موسيقيءَ جي سکيا والد ۽ ڀائرن کان پرائي ۽ پنهنجي خانداني ورثي يعني ڌرپد ۾ ڪمال حاصل ڪيو. ڌرپد کان علاوه ٺمري، دادري ٽوڙي خيال جي ڳائڪيءَ ۾ ماهر هو. سندس ساٿاري، گواليارءِ ڳائڪي جو مشهور موسيقار استاد غلام رسول خان هو. پر استاد عاشق علي خان، استاد پيارو خان، استاد اميد علي خان ۽ استاد الهڏنو تونواري به ساڻس گڏ سنگت ڪندا هئا. استاد بيبي خان جو آواز ڏاڍو مٺو لچڪيدار ۽ سُريلو هو. هو اڪثر سنڌي ڪافيون ڪلاسيڪي رنگ ۾ ڳائيندو هو. پنهنجي وقت جو هي ناميارو موسيقار 25 مارچ 1952ع تي حيدرآباد شهر ۾ وفات ڪري ويو ۽ ٽنڊي يوسف جي قبرستان ۾ مدفون آهي.



سندس ڳايل مشهور ڪلامن مان هيٺيان آهن:

دلبر پرينءَ جو موں سان، منهن تي نقاب آهي
ريڏو وتين پيو سان، موں سان حجاب آهي

"ڪر منهنجي وات مان سهڻا تو اهڙو ڪو قسم نڪري،
الاهي عشق ۾ تنهنجي يا غم نڪري يا دم نڪري."

هن جي سڃاتپ راڳ سهڻي ۾ خيال "سکي ڪيوڙا" ۽ راڳ شڪرٿي جو ترانو هو. خانصاحب جي شاگردن ۾ استاد قدرت الله خان، استاد نياز حسين، استاد فدا حسين خان، ملو ڪڇي، محمد هاشم ڪڇي، هادي بخش خان، مائي الهوسائي، محمد صالح ساند ۽ الهڏنو تونواري خاص هئا.

**استاد پيارو خان:** گواليار گهراڻي جو هڪ مشهور گائڪ. استاد بني خان جي گهراڻي مان هو. سندس شجرو سندس برصغير جي بادشاهه موسيقار تانسين سان وڃي ملي ٿو استاد بنو خان به پنهنجي دؤر جو وڏو گويو ٿي گذريو آهي. درٻڻ گائڪيءَ جو استاد گائڪ ليکيو وڃي ٿو. استاد پيارو خان تسنگ (امرتسر) جو رهاڪو هو سنڌ جي سرهاڻ ۽ هتي جي ماڻهن جي مهڪ هن نوجوان موسيقار کي سنڌ ۾ آندو سيٺ وشنداس مانجهوءَ واري کيس سندس آواز تي موهت ٿي پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو هن فن



موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪئي هئي ۽ ان وقت ڪماليت جي درجي تي پهتل هو پوءِ خيال جي گائڪيءَ ۾ ممتاز مقام حاصل ڪيائين. جنهن ۾ سندس خاص گائڪي بلمپت هئي. سندس مقابلي ۾ گهٽ ڪري استاد عاشق علي خان ڳائيندو هو ان وقت سندس پٽ استاد اميد علي خان اڃا ڇوڪرات هو. پر پوءِ به ڏاڍو شريلو هو ۽ پيءُ سان جهيلي تي ڳائيندو هو

**استاد جمالو خان:** استاد جمالو خان، استاد احمد خان جو پٽ ۽ استاد ڪامڻ خان جو پاٽئيو هو سندس ولادت سنڌ ۾ اوڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ٿي هئي. هن پنهنجي زندگيءَ جا سڀ مرحلا هتي ئي گذاريا پنهنجن بزرگن جي نقش قدم تي هلندي هن به درٻڻ گائڪيءَ ۾ ڪمال حاصل ڪيو ۽ هن گهڻو ڪري پير بخش خان سان گڏ ڳايو جمالو خان راڳ ميگهه ڏاڍي شوق ۽ سوز سان ڳائيندو هو خيال جي گائڪيءَ ۾ به کيس سٺي دسترس حاصل هئي. سندس آواز ۾ هڪ قسم جو خاص درد سمايل هو جنهن سبب عوام ۾ ڏاڍو مقبول هو

**استاد جي شاگردن کي مات (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب جارج شرٽ جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت چاٺايل ناهي. هيءُ ڪتاب چرچ مشنري سوسائٽيءَ، قيصره پريس، حيدرآباد مان سال 1896ع ۾ مفت ۾ ورهائڻ لاءِ شايع ڪيو هو

**استاد رسول بخش ڪلهوڙو:** رسول بخش ڪلهوڙو جدي پشتي موسيقار نه هو بلڪ استاد يوسف ڪٽيءَ وانگر شوقيه ڳائڻو هو. مگر ڳائڻ ۾ ڏاڍو نالو ڪڍيائين ۽ مشهوري حاصل ڪيائين. سندس ڳائڻ جو انداز نهايت نرالو هو لاڙڪاڻي جو رهواسي ۽ استاد خدا بخش پٽي جو شاگرد هو ديسي موسيقيءَ کان علاوه ڪلاسيڪي موسيقي ۾ به کيس وڏي مهارت حاصل هئي. سندس آواز نهايت نکريل هو ۽ ٻري ٻري تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو تمام وڏي آواز سان ڳائڻ جو عادي هو جنهنڪري هڪ ڏينهن سندس گلي جون نسون ڦاٽي پيون ۽ ان سبب وفات ڪري ويو.

**استاد سينڌو خان:** استاد هدو خان جو پٽ استاد سينڌو خان به پنهنجي پيءُ وانگر سنگيت جي دنيا جو مقبول گائڪ هو هو 1897ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1948ع ۾ وفات ڪيائين. سينڌو خان پنهنجي والد سميت سيٺ وشنداس مانجهوءَ واري وٽ رهندو هو سيٺ وشنداس جي صحبت سبب هو به شاعري ڪرڻ لڳو ۽ چڱو شعر جوڙي سگهندو هو



صاحب بياض هئڻ سان گڏ بهترين خطاط هو موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي پيءُ استاد هدو خان کان حاصل ڪري سنگيت جي دنيا ۾ ڪافي مشهوري حاصل ڪيائين سندس گائڪي دهلي انداز جي هئي جنهن تي گواليار وڌيڪ پر تلونڊي اثر به هو سينڌو خان خيال جي گائڪيءَ ۾ به اوچي مقام جو گويو هو ستار سندس دل پسند ساز هو. جنهن تي کيس مڪمل ڪمال حاصل هو

**استاد شفيع فقير:** استاد شفيع فقير ٿرپارڪر جي ڳيڙي ناٽي وسنديءَ ۾ فقير موليٰ بخش جي گهر 1960ع ڌاري ڄائو. راڳ ويراڳ کيس ورثي ۾ مليو آهي. ڇو ته سندس خاندان پيڙهين کان ولي ڳائيندو پيو اچي. هن راڳ جي باقاعدي تربيت استاد شادي فقير کان ورتي ان کان سواءِ هن استاد مجيد خان (سارنگي نواز) کان پڻ ڪافي گُرَ ۽ سُر سکيا. ٿر هونئن به سُر سنگيت ۽ ثقافتي ورثي جي لحاظ کان مالا مال آهي. پر ٿر موسيقيءَ جي ميدان ۾ جيڪي به سريلا فنڪار پيدا ڪيا آهن. تن ۾ موجوده دور ۾ استاد شفيع فقير جو نالو مٿانهون آهي. هو سنڌي پرڪاش، لوڪ راڳ ۽ ڪلاسيڪي موسيقيءَ



کان نه رڳو واقف آهي پر انهن تي عبور به رکي ٿو هي نوجوان فنڪارن ۾ نه رڳو پڙهيل لکيل آهي پر راڳ، راڳڻين، سُرن، ڪلاسيڪي ۽ سنڌي راڳ جي فرق وغيره تي خوبصورت انداز ۾ گفتگو ڪري ۽ ويچار ونڊي سگهندو آهي. هو نه رڳو اسٽيج ۽ محفل جو راڳي آهي. پر ريڊيو ۽ ٽي. وي تي پڻ پاڻ مڃائي چڪو آهي. هن ريڊيو ۽ ٽي. وي تان هڪ ئي سال 1989ع ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. سندس پسند جي راڳڻ مان مالڪوس، درٻاري، راڻو، سورٺ، پيرومارو، ڪوهياري ۽ پيروي شامل آهن هن شاهه لطيف، صوفي صادق فقير، مٺار فقير، ڀڳت ڪبير، ميران ٻائي، سچل سرمست، بلهي شاهه، خواجه غلام فريد، مصري شاهه، مل محمود، محمد فقير کتياڻ، رکيل شاهه، بيدل سائين ۽ ٻين صوفين ۽ ويدانتي شاعرن کان سواءِ جديد شاعرن مان شيخ اياز، استاد بخاري، امداد حسيني، نارائڻ شام، حليم باغي، اياز گل، وفا پلي، حاجي ساٿه ۽ ٻين کي به خوب ڳايو آهي. ڪافيءَ جي شاعرن مان حسن بخش شاهه ونڏي واري، صوفي خوش خير محمد، طالب الموليٰ، عبدالڪريم پلي، عارف الموليٰ ۽ ٻين کي ڳائي پاڻ مڃائي چڪو آهي. هو راڳ جي دنيا ۾ استاد شادي فقير، استاد منظور علي خان، محمد يوسف ۽ سينگار علي سليم کي پسند ڪري ٿو کيس ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾ شاهه لطيف اوارڊ، مصري شاهه اوارڊ، لوڪ سنگيت اوارڊ، صوفي صادق فقير اوارڊ ۽ ٻيا ڪيترا اعزاز مليا آهن. شفيع فقير هندستان جي مختلف شهرن ۾ ۽ يورپ جي ڪجهه ملڪن ۾ به ڳائي آيو آهي. هن عمرڪوٽ ۾ سنگيت سکيا گهر قائم ڪيو آهي. جتي نوجوان راڳين کي باقاعدي تربيت ڏيندو رهي ٿو سندس مستقل رهائش ڇور شهر ۾ آهي.

**استاد صادق علي خان:** استاد صادق علي خان ٻ جيسلمير جو رهاڪو هو ۽ استاد بخشي خان سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو ۽ ساڻس گڏ ڳائيندو هو ۽ رياست خيرپور جي مير صاحبن جي ڪوٺ تي آيو هو ۽ ڪجهه وقت خيرپور ۾ رهڻ کان پوءِ مستقل طرح حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. استاد صادق علي خان تي ٻ ساڳيو استاد بخشي خان وارو رنگ چڙهيل هو ۽ دهلي گائڪيءَ ۾ ڪرناٽڪي گائڪيءَ کي ملائي ڳائيندو هو.

**استاد عاشق علي خان:** ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو هي بادشاهه گويو دهليءَ جي "تان رس خان" واري انداز جي گائڪيءَ جو ماهر هو. سندس اصل وطن پٽيالا هو. هو پٽيالا گهراڻي جو سرواڻ هو مگر سنڌ ۾ موسيقارن جي قدردانيءَ جي واڪاڻ ٻڌي، هتي ڪهي آيو ۽ جڏهن پاڻ سنڌين جي فراخ دلي، مهمان نوازي ۽ سخاوت جو مشاهدو ڪيائين ته هميشه لاءِ هتان جو ٿي ويو.



استاد عاشق علي خان، ناميارو موسيقار فتح علي خان جو پٽ ۽ استاد امير خان جو پاليجو هو. موسيقيءَ ۾ سندس تربيت ٻ استاد امير خان ڪئي هئي. خيال جي گائڪيءَ ۾ سندس مرتبو نهايت اوچو هو. ڳائڻ وقت سرتال ۾ اهڙو گم ٿي ويندو هو جو کيس پنهنجي وجود جي ٻ خبر نه رهندي هئي. سندس خاص ڪارنامو هي آهي ته هن ڪافيءَ کي ٻ سولي ۽ آسان نموني ڪلاسيڪي انداز ۾ پيش ڪيو جنهن کي هتان جي عوام ۾ مقبوليت جو درجو مليو. سندس ڪافي 'جادو لائي ويا جيءَ ۾' اڃا تائين ماڻهن کان نه وسري آهي. استاد عاشق علي خان ڪافين کي ڪلاسيڪي نموني ڳائڻ ۾ مهارت حاصل ڪئي ۽ ڏاڍو نالو ڪڍيو. سندس ٻي مقبول ڪافي آهي: "دلبر ملسين ڪهڙي وار". سندس ايجاد ڪيل هن انگ کي استاد اميد علي خان ۽ استاد منظور علي خان ٻ قائم رکيو ۽ مشهوري ماڻيائون. استاد بڙي غلام علي خان ۽ استاد اميد علي خان ٻئي وڏا گويا هئا. مگر سندس ٻي انتها عزت ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ساڻس گڏ ڳائيندا ٻ هئا. استاد بڙي غلام علي ته سندس شاگردي ٻ قبول ڪئي ۽ ان ۾ فخر محسوس ڪندو هو. استاد نٿو خان ٻ سندس پرستارن مان هو. استاد بڙي غلام علي خان جا ٽيئي ڀائر استاد برڪت علي خان، استاد امانت علي خان سندس شاگرد هئا. فريده خانم، شمشاد باني ۽ زاهده پروين ٻ سندس شاگرديائيون هيون. استاد فتح علي خان پٽيالا گهراڻي وارو پڻ سندس شاگرديءَ تي فخر محسوس ڪندو هو. استاد عاشق علي خان ڪجهه وقت هزهائنيس مير علي نواز خان وٽ خيرپور ۾ رهيو ۽ مٽيارين جي سيد محمد زمان شاهه وٽ پڻ. هو هڪ آزاد طبيعت فقير منش ۽ قلندري قسم جو ماڻهو هو. گهڻو ڪري قل سوٽ ۽ فيلٽ هيٽ ۾ ملبوس رهندو هو ۽ لٽي ڪپڙي پائڻ جو شوقين هو مگر ڪڏهن اهڙو خيال ٻ اچي ويندو هئس، جو گوڏڙي پايو گهمندو وتندو هو. دل جو سخي مرد ٻ اهڙو، جو اڪثر بدن جا ڪپڙا ٻ لاهي خيرات ۾ ڏئي ڇڏيندو هو. سنڌ جو هي ناميارو موسيقار سال 1948ع ۾ وفات ڪري ويو.

**استاد ڪريم بخش خان:** استاد شادي خان جو فرزند ۽ استاد احمد خان جو ننڍو ڀاءُ ڪريم بخش خان شڪارپور شهر ۾ پيدا ٿيو هو ۽ پنهنجن بزرگن جي نقش قدم تي هلي پنهنجي اباڻي فن موسيقيءَ ۾ مهارت حاصل ڪيائين. موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪيائين ۽ انهيءَ رنگ ۾ ڳائيندو هو خيال جي گائڪيءَ تي ٻ کيس عبور حاصل هو. نهايت سلو ۽ مقبول موسيقار هو. سندس وفات شڪارپور ۾ ٿي ۽ اتي دفن ٿيو.

**استاد گامڻ خان:** استاد گامڻ خان اصل ۾ فتح ڳڙهه چوڙيان مشرقي پنجاب جو باشندو ۽ استاد شادي خان جو ننڍو فرزند هو مگر سنڌ جي سگهڙ ۽ هتي جي مٺيادار ماڻهن جي قرب جي هاڪ ٻڌي، هتي ڪهي آيو ۽ اهڙو قابو ٿي ويو جو کيس اصل وطن ٻ وسري ويو آخر مٽي ٻ سنڌ جي ماڻيائين. مشهور گائڪ شادي خان جو هي لائق پٽ، پنهنجي ڀوهه جوانيءَ واري زماني ۾ هتي آيو هو. سندس آواز ڏاڍو سريلو ۽ ميٺاج ڀريل هو سندس گائڪيءَ جو انداز ڊريڊي هو. هي استاد بني خان جو شاگرد هو ۽ خيال جي گائڪي کانئس سکيائين. هن شڪارپور شهر کي پنهنجي مستقل رهائش لاءِ منتخب ڪيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.



**استاد، گلزار علي خان:** استاد گلزار علي خان جو اصل نالو گلاب هو. پر سندس مرشد مهدي شاهه مٿس گلزار علي نالو رکيو ان وقت گلزار عليءَ جي عمر 10 سال هئي. گلزار علي خان، محمد مراد خان دايي جي گهر ۾ 1934ع ڌاري ضلعي نوشهروفيروز جي شهر خانواهڻ پرسان ڳوٺ ديهات ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم ديهات مان ئي پرائي.

سندس پيءُ مراد خان دايو ٻ ڳائيندو هو. هن راڳ جي سکيا پهريان پنهنجي پيءُ کان، پوءِ ماستر مهر علي لاڙڪاڻي واري کان ورتي. تڏهن هو پندرهن سورهن سالن جو هو. بعد ۾ استاد منظور علي خان کان سکيا ورتائين. ان وقت هن جي عمر 25 سال هئي. هو استاد منظور علي خان جي پيارن شاگردن مان هو.

1955ع ۾ ريڊيو حيدرآباد ٺهيو ته گلزار علي خان ان سان لاڳاپجي ويو.



ڪيترن سالن تائين هو اتي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. وري جڏهن مارچ 1983ع ۾ ريڊيو خيرپور شروع ٿيو ته اتي هو هڪ موسيقار جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. ريڊيو تي اچڻ کان پوءِ هو ٽي ويءَ تي ٻ ڳائڻ لڳو. ٽي ويءَ تي کيس پروڊيوسر اعجاز عليم عقيليءَ متعارف ڪرايو. سندس ڪيتريون آڊيو ڪيسيٽون ٻ رليز ٿيون آهن. هن ٽيهه پنجٽيهه سال ريڊيو ۽ ٽي ويءَ وسيلي فن جي خدمت ڪئي.

1985ع کان بيمار رهڻ لڳو. ڊاڪٽرن کيس نه ڳائڻ جي صلاح ڏني. پر ان جي باوجود هو ڳائيندو رهيو. مٿس ٻ پيرا اڌ رنگ جو حملو ٻ ٿيو. جنهن ۾ سندس دل ۽ ٻکيون متاثر ٿيون. 1990ع کان پوءِ سندس حالت وڌيڪ خراب ٿي وئي. مختلف اسپتالن ۾ سندس علاج ڪرايو ويو. پر هو زندگيءَ جي جنگ هارائي ويو. 22 سيپٽمبر 1992ع ۾ اڱاري جي ڏينهن 3 وڳي دم ڏنائين. سائينءَ حوالي ڪيائين. سندس پونيئرن ۾ ٻ پٽ ۽ چار نياڻيون شامل آهن. هو تقريباً سڀ ساز جهڙوڪ: باجي، طبلو، ڍولڪ، بينجو، ستار، تانپورو، وائلن وغيره مهارت سان وڄائي ويندو هو.

استاد گلزار علي خان لاڙڪاڻي شهر ۾ راڳ سيکارڻ جو اسڪول ٻ

ڪوليو هو جنهن ڪيترن ئي ڳائڻن کي سکيا ڏنائين. هن جي شاگردن ۾ عبدالغفور سومرو، غلام شبير سمو، حنيف لاشاري، عبدالحميد راڄپر، سجڻ سنڌي، نجم علي مڱنهار، عبداللطيف مهر، غلام قادر ۽ مختيار علي خشڪ وغيره شامل آهن.

**استاد لعل خان ڳُڪو:** استاد لعل خان سرزمين سنڌ جو فرزند ۽ شهر ٺٽي جو رهاڪو هو. سندس پيدائش ۽ تعليم ۽ تربيت ٺٽي ۾ ئي ٿي. پاڻ قد جو تمام ننڍو ۽ بت ۾ پريل هو جنهنڪري کيس ڳُڪو سڏيو ويندو هو. هن ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ وڏي مهارت حاصل ڪئي ۽ نالو ڪڍيو. سندس آواز ڏاڍو سُريلو ۽ درد ڀريو هوندو هو. جنهنڪري عوام ۾ ڏاڍو مقبول هو. درباري، مالڪوس ۽ للت سندس پسنديده راڳ هئا ۽ انهن تي کيس مڪمل عبور حاصل هو.

**استاد مبارڪ علي خان:** استاد مبارڪ علي خان سنڌ جي نامياري ڳائڪ استاد ڳامڻ خان جو فرزند هو ۽ شڪارپور جي شهر ۾ ڄائو ڄڻس فن موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪري، هن فن جي بلنديءَ تي پهتو. کيس 'خانصاحب مبارڪ علي خان' جي لقب سان سڏيو ويندو هو. مرحوم رئيس ضياءُ الدين بلبل، استاد مبارڪ علي خان جو اهو واقعو قلمبند ڪري چڪو آهي. جنهن ۾ سندس ملهار ڳائڻ تي مينهن وسي پيو هو. ملهار ڳائڻ لاءِ حاضرين استاد مبارڪ عليءَ کي فرمائش ڪئي هئي. سنڌ جو هي ممتاز ڳويو سيٺ وشنداس وٽ ڪجهه عرصو رهيو هو ۽ ان کان پوءِ سيٺ صاحب



جي قائم ڪيل وشن نگر (ٽنڊي آغا) حيدرآباد ۾ فن موسيقيءَ جي سکيا ڏيندو هو. هن سال 1961ع ۾ وفات ڪئي. سندس اولاد مان قدرت الله خان ۽ عاشق علي خان سٺا ڳويا ٿي گذريا آهن. سندن "راڳ سکيا گهر" اڄ به ڪڪري گرائونڊ ڪارادر ڪراچيءَ ۾ موجود آهي. جتي سندس پوٽو استاد ظفر علي خان اڄ به ابن ڏاڏن جي ڪرت کي جاري رکيو ويٺو آهي. استاد مبارڪ عليءَ جي شاگردن ۾ استاد ببو خان، بڙي غلام علي خان ۽ ڪيترائي وڏا وڏا ناميارا ڳويا رهيا آهن. استاد نياز حسين ۽ استاد فدا حسين به ڪانئس سکيا. ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي افتتاح جي رسم به استاد مبارڪ علي خان ڪئي هئي.

**استاد محمد جمن:** استاد محمد جمن جا وڏا اصل ۾ بلوچستان جي علائقي لسٻيلي جا. ذات جا سخيراڻي هئا. هو ڳوٺ ڪَتِمِ جهنگ ۾ 10 آڪٽوبر 1935ع ڌاري حاجي احمد سخيراڻيءَ جي گهر ۾ ڄائو جنهن کي 'آمن' به چوندا هئا. سندس وڏا شرنائو وڄائيندا هئا. هي انهن جي هنج ۾ ويهي شرنائو ٻڌندو هو ۽ شرنائي جا سُريلا آلاپ ٻڌي کيس تنم وٺي ويندي هئي. ان ماحول ۾



هُن هوش سنڀاليو ۽ موسيقيءَ سان لڳاءُ پيدا ٿيس. هن راڳ جي باقاعدي سکيا استاد نظر حسين کان ورتي. نظر حسين ملڪه ترنم نورجهان جو استاد به هو.

1947ع ۾ جڏهن پاڪستان ٺهيو ته ان وقت سنڌ ۾ ڪا به ريڊيو اسٽيشن ڪا نه هئي. 14 آگسٽ 1948ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ٿي جنهن جي نشريات انٽيليجنٽس اسڪول مان شروع ڪئي وئي. ان وقت ريڊيي ڪراچيءَ جو سرواڻ زيڊ اي بخاري (ذوالفقار علي بخاري) هوندو هو. بخاري صاحب ريڊيو اسٽيشن ٺهڻ کان ڪجهه مهينا پوءِ لوڪ ڳائڻن جي هڪ ٽولي کي ڪلفٽن تي ٻڌو. انهن ۾ محمد جمن به موجود هو. محمد جمن جي بينسريءَ سندس من موهي ورتو. ان تي بخاري صاحب محمد جمن کي ريڊيي اسٽيشن تي وٺي آيو ۽ ٻه چار منٽ کيس مائيڪروفون تي ٻڌائين. محمد جمن کيس راڳ کوهياريءَ مان ڌن ٻڌائي. جيڪا ان ئي سندس آڊيشن ۽ ٽيسٽ بڻي. جنهن کان پوءِ محمد جمن کي بخاري صاحب اسٽاف آرٽسٽ جي حيثيت ۾ ريڊيي جو ملازم ڪري رکيو هو. ڪيترن ئي ڪلامن ۾ بينسري وڄائي. خاص ڪري استاد محمد ابراهيم جي ڳايل ڪلامن ۾.

هڪ روايت اها آهي ته 1949ع ۾ استاد محمد جمن ۽ استاد محمد حسن ريڊيي تي آيا ۽ ٻئي گڏجي ڳائيندا هئا. ان کان پوءِ زيڊ اي بخاريءَ کيس بينسري نواز جي حيثيت ۾ ٻڌو ۽ ملازم ڪري رکيس. ٻي روايت اها آهي ته محمد جمن 58-1957ع ڌاري ان وقت جي پروڊيوسر علي محمد چاڳلا صاحب وٽ، جيڪو پهريون سنڌي پروڊيوسر به هو، ڳائڻ جي آڊيشن ڏني. پر چاڳلا صاحب کيس اهو چئي ناپاس ڪري ڇڏيو ته "تنهنجو تلفظ ڪچو آهي ۽ تون ڪجهه پڙهي به نه ٿو سگهين". تنهن کان پوءِ هُن پڙهڻ شروع ڪيو ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ پهريون درجو اڌو ڳالهيو پڙهيائين ۽ ڪجهه پڙهڻ لکڻ جهڙو به ٿيو ۽ پنهنجو تلفظ به سڌاريائين.

هن شاهه صاحب جي ٻوليءَ کي ڏاڍي سهڻي نموني ڳايو ته پين ماڻهن سندس ڪلام ٻڌي پنهنجو اچار سڌاريو. هن ريڊيي تي سڀ کان پهريان شاهه سائينءَ جو هي ڪلام رڪارڊ ڪرايو:

'دوست پيهي در آيو ٿيو ملڻ جو سعيو'

آگسٽ 1955ع ۾ جڏهن حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن ٺهي ته استاد محمد جمن کي اتي موسيقار جي حيثيت ۾ موڪليو ويو. هو اتي ڳچ عرصو رهيو ۽ سنڌي موسيقيءَ جي گهڻي خدمت ڪيائين. حيدرآباد ۾ رهڻ دوران هن سنڌ جي مختلف صوفي بزرگن جي ڪلام کي منظوم اردو ترجمي سان گڏ به رڪارڊ ڪرايو. سندس ڳايل اهڙن ڪلامن ۾ اردو ترجمو سندس هڪ شاگرديائي ثريا حيدرآبادي ڳائيندي هئي.

استاد محمد جمن هونئن ته ڪيترائي ڪلام ڳايا، پر هن شاهه سائينءَ جي ڪلام کي نيٺ سنڌي رنگ ۾ ڳايو. ٻين صوفي بزرگن ۽ جديد شاعرن کي به ڳايائين ليڪن جيڪو ڪلام سندس سڃاڻپ بڻيو سو آهي، شاهه سائينءَ جو ڪلام:

منهنجو ملڪ مليرُ ڪوٽن ۾ آءُ ڪيئن گذاريان!!

ان ڪلام جي ڌن ان وقت جي مشهور موسيقار ديبو ڀٽاچاريه ناهي هئي. اهو ڪلام ايڏو ته مقبول ٿيو. جو هر محفل ۾ استاد کان فرمائش ڪئي ويندي هئي. ان ڪلام کان پوءِ استاد محمد جمن جو ڳايل ٻيو جيڪو ڪلام گهڻو مقبول ٿيو سو هو ٻلي شاهه جو "ڪت ٻهر دي ڪل نه ڪائي، رنگيءَ رنگ بڻايا".

استاد محمد جمن ٻن فلمن لاءِ به ڳايو. هڪ سنڌي فلم "تنهنجون ڳالهيون سڄڻ" ۾، مشهور بينجي نواز بلاول بيلجيم جي موسيقيءَ ۾ نغما ڳايائين. ان فلم جو نغمو "هو سهڻا يار سڄڻ". ٻي اردو فلم "ڪالو". جيڪا

ڪراچيءَ جي لياريءَ واري علائقي جي عڪاسي ڪندڙ هئي. ان فلم ۾ مشهور اداڪار محمد عليءَ ٺڪ ڪردار ادا ڪيو هو. ان ۾ استاد محمد جمن شاهه سائينءَ جو هيءُ ڪلام ڳايو:

"آءُ جيها ٿي ذات، تون ٻاڻ سڄائج سپرين!"

استاد محمد جمن اردو، سرائڪيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ڳايو. سنڌس ڳائڻ جي خاص ڳالهه اها هئي ته سنڌي راڳ جي خاص انگ کي قائم رکيائين. سنڌس ناهيل ڌنون تمام گهڻو مقبول ٿيون. اهي ڌنون ٻين به ڪيترن ئي فنڪارن ساڳي انداز ۾ ڳايون. هن ڪيترن ئي شاگردن کي سکيا به ڏني، جيئن زرينا بلوچ، زيب النساء، علي محمد خاصخيلي، جميلا ناز، شفيع محمد وغيره. اهي فنڪار به ٻاڻ سنڌي موسيقيءَ جا وڏا نالا آهن. استاد محمد جمن حيدرآباد کان پوءِ ڪراچيءَ ريڊيو تي وايس وريو ۽ آخر تائين اُن سان وابسته رهيو. ڪيس ٽم جو وڄ تمام گهڻو وڄندو هو. ڪراچيءَ ۾ سنڌس گهراڳيان ٽم جو وڄ هوندو هو. جنهن جي ٿڌيءَ چانوڙ ۾ ويهي رياض به ڪندو هو ته مهمانن سان ڪچهري به ڪندو هو. هن جو ٽڙ ڪوهياريءَ مان ڳايل شاهه لطيف جو هيئين ڪلام سنڌس مشهوريءَ جو سبب بڻيو:

ڪارون وس ڪيام، لڏي ڏور ويا،

ٿٺيءَ جو هوت نه موٽيا

هن ملڪ کان ٻاهر به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. 1962ع ۾ پاڪستان جا لوڪ ڳائڻا روس ۽ ڪجهه ٻين ملڪن ڏانهن ويا، انهن ۾ استاد محمد جمن سنڌ جي فنڪارن جي رهبري ڪئي. هو هندستان، بنگلاديش، ايران، انڊونيشيا، چين ۽ افغانستان به ويو.

استاد محمد جمن کي ڪيترائي ايوارڊ جهڙوڪ: پرائيڊ آف پرفارمينس، شاهه لطيف اوارڊ (ٻه ڀيرا) ۽ حضرت سچل سرمست اوارڊ وغيره مليا.

سنڌي شر ۽ سنگيت جو تمام وڏو خدمتگار، بهترين موسيقار ۽ فنڪار استاد محمد جمن 24 جنوريءَ 1990ع تي صبح جو پنجين وڳي اسان کان جدا ٿي ويو.

**استاد منظور علي خان:** سنڌ جي مشهور ڪلاسيڪل گويي استاد منظور علي خان جو اصل نالو محمد خان هو. سنڌس تعلق گواليار جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي نامور خاندان سان آهي. مهاراجا رنجيت سنگهه جي دؤر ۾ هيءُ گهراڻو پنجاب ۾ اچي آباد ٿيو جتان بعد ۾ خيرپور جي والي مير مراد علي خان جي خواهش تي، استاد منظور علي خان جو ڀڙ ڏاڏو استاد شادي خان سنڌ جي شهر شڪارپور ۾ اچي آباد ٿيو ۽ اتي ئي 1926ع ۾ استاد منظور علي خان جنم ورتو.

استاد منظور علي خان جي والد جو نالو استاد جمال خان هو. جيڪو 'جمالو خان' به سڏبو هو. سنڌس ڏاڏو ڪريم بخش خان به نالي وارو گويو ٿي گذريو هو. جنهن 1911ع ۾ "جارج پنجين" جي جشن تاج پوشيءَ جي موقعي تي سنڌ جي موسيقارن جي نمائندگي ڪئي هئي ۽ ڪيس حسن ڪارڪردگيءَ جو اعزاز مليو هو.



استاد منظور علي خان، موسيقيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي والد استاد جمال خان کان، ۽ ان کان پوءِ پنهنجي سؤٽ سينڌي خان کان حاصل ڪئي. ان کان سواءِ پنهنجي دور جي ناميارن گوين، ببي خان جي فن مان فيضياب ٿيو جڏهن ته استاد بڙي غلام علي خان، عاشق علي خان ۽ استاد اميد علي خان جو صحبتي ۽ همعصر هو. استاد منظور علي خان سپ کان پهرين اٺن سالن جي عمر ۾ پنهنجي فن جو ڪليل مظاهرو ڪيو. 1940ع ۾ ڏهن سالن جي عمر ۾ هن شڪارپور ۾ ٿيندڙ موسيقيءَ جي مقابلي ۾ حصو ورتو ۽ ڪاميابي ماڻيائين. اهڙيءَ طرح 15 سالن جي ڄمار ۾ ئي سنڌس شمار ناميارن موسيقارن ۾ ٿيڻ لڳو. استاد منظور علي خان 16 سالن جو هو ته سنڌس والدين شڪارپور مان لڏي اچي ٽنڊي آدم ۾ رهيا ۽ پوءِ استاد منظور علي خان جي سڄي زندگي ٽنڊي آدم ۾ ئي گذري. جون 1947ع ۾ استاد منظور علي خان ۽ استاد بڙي غلام علي خان جي وچ ۾ موسيقيءَ جو هڪ دلچسپ مقابلو ڪراچيءَ ۾ ٿيو جيڪو ٽن ڏينهن تائين جاري رهيو. موسيقيءَ جي انهيءَ پرلطف مقابلي کي ڏسڻ لاءِ عام خلق کان سواءِ انهيءَ دؤر جا نامور گويا استاد اميد علي خان، استاد عاشق علي خان ۽ استاد ببو خان وغيره به موجود هئا. انهيءَ مقابلي ۾ استاد منظور علي خان ڪامياب ٿيو. اهڙيءَ طرح هن نوجوان گويي، موسيقيءَ جي ميدان ۾ پنهنجي هڪ مخصوص جاءِ ۽ انداز پيدا ڪري ورتو جيڪو آهستي آهستي مستحڪم ٿيندو رهيو ۽ اڄ تائين سنڌ جو ڪو فنڪار انهيءَ مقام کي پهچي نه سگهيو آهي. استاد منظور علي خان، استاد مراد علي خان ۽ استاد ببي خان کان هڪ خاص تان "سري" سکي، جيڪا صرف منظور علي خان ئي ڳائي سگهندو هو. 1960ع ۾ مخدوم طالب المولىٰ، استاد منظور علي خان کي "بهارِ موسيقيءَ" جو لقب ڏنو.

استاد منظور علي خان جي گائڪيءَ جو هڪ مخصوص ۽ انوکو انداز هو جيڪو سنڌس شاگردن ۾ به نمايان رهيو. هن وقت سنڌ ۾ جيڪي به ٺلا ڳائڻا آهن، انهن ۾ اڌ کان وڌيڪ استاد منظور علي خان جا شاگرد يا سنڌس شاگردن جا به شاگرد آهن. استاد جي ڪجهه مکيه شاگرد ڳائڻن ۾ محمد يوسف، وحيد علي، استاد وزير علي خان، استاد گلزار علي خان ڌاڻي، عابده پروين ۽ انور حسين وسطڙو، ذوالفقار علي، مظهر حسين ۽ ميان نذر حسين وغيره قابل ذڪر آهن.

سنڌ جو هيءُ ناميارو ڪلاڪار، عظيم گويو ۽ موسيقيءَ جو ماهر، 9 سيپٽمبر 1980ع ۾ وفات ڪري ويو. سنڌس مزار ٽنڊي آدم جي اسماعيل شاهه قبرستان ۾ آهي.

**استاد نظاماڻي:** استاد نظاماڻيءَ جو اصل نالو محمد ابراهيم نظاماڻي آهي. هي 15 مارچ 1969ع ۾ سانگهڙ ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي سنڌي (1993)، بي. ايڊ (2001ع) اٿس. هي سانگهڙ مان نڪرندڙ سلسليوار رسالي 'جهونگار' جو ايڊيٽر رهيو آهي. جنهن جا 9 پرچا ڪڍي چڪو آهي. ٻاڻ نثرنويس، محقق ۽ ڪهاڻيڪار آهي. هن جي ڇپيل ڪتابن ۾ "حر تحريڪ" (2005ع)، "جاڳ" رمضان راهي، اي.آر. آزاد ۽ امر لغاري سان گڏ استاد نظاماڻيءَ جي ڪهاڻين جو گڏيل مجموعو (1993ع) ۽ "جي گهارياسين بند ۾" (2006ع) حر تحريڪ جي ٽن ڪردارن الهورايي بهڻ، حاجي ولي محمد نظاماڻي ۽ حاجي گل محمد نظاماڻيءَ جي يادن تي مشتمل شامل آهن. سنڌس ڪراچيءَ کان ڪالام تائين سفرنامو اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي. هو شهيد صبغت الله شاهه چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر آهي. هن وقت هاءِ اسڪول ٽيچر (H.S.T) آهي ۽ سانگهڙ ۾ رهي ٿو.

**استاد نياز حسين:** استاد نياز حسين سنڌ جو ناميارو موسيقار هو. سنڌس جنم 1936 ۾ حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو. ٻاڻ سنڌي فائينل پاس هو. موسيقيءَ جي تعليم پنهنجي والد استاد ببي خان، پنهنجي چاچي استاد مبارڪ علي خان کان سواءِ تمام وڏن وڏن موسيقارن کان ورتائين. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد

تي سازندي طور پرتي ٿيو. پر سڄي عمر ڪيترن ئي فنڪارن جي موسيقيءَ جي اڳواڻي ڪندو رهيو.

استاد نياز حسين ڀرپور موسيقار هو. جنهن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي



وائيءَ کي نج سنڌي انداز ۾ ڪمپوز ڪيو. استاد نياز حسين ان لاءِ پنهنجن فرزندن ذوالفقار علي، مظهر حسين ۽ نذر حسين جي مدد سان اهڙو اهم تجربو ڪيو. جنهن سان شاهه جي پيغام ۽ موسيقيءَ کي سمجهڻ ۾ آساني ٿي. استاد نياز حسين کي زندگيءَ ۾ مڃتا طور لال شهباز قلندر اوارڊ، مصري شاهه اوارڊ، سچل سرمست اوارڊ. جڏهن ته سندس وفات کان پوءِ 2002ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي اوارڊ ڏنو ويو. ريڊيو پاڪستان جي لائبريريءَ ۾ موسيقيءَ جا 500 کان مٿي رڪارڊ موجود هئا. جن ۾ شاهه جون رايون، ڪافيون، گيت، غزل، ٻارن جا گيت، ڪورس جا گيت، هارين جا گيت، گيتن ڀريون ڪهاڻيون وغيره شامل آهن. هو روزانو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان براهِ راست (Live) ڳائڻ کان ڳارائيندو هو.

استاد نياز حسين 7 فيبروري 19 92ع تي وفات ڪئي. کيس حيدرآباد جي ٽنڊي يوسف واري قبرستان ۾ دفنايو ويو. سندس فرزند ذوالفقار علي، مظهر حسين ۽ نذر حسين سندس ورثي کي سنڀاليندا اچن ٿا.

**استاد هدو خان:** ڪلاسيڪي سنگيت جو مايه ناز ڳوييو استاد هدو خان، اصل فتح ڳڙهه مشرقي پنجاب جو رهاڪو هو. جيڪو پوءِ سيٺ وشنداس مانجهوءَ واري جي اصرار تي سنڌ ۾ آيو ۽ هتي جي ماڻهن جي محبت ڏسي هميشه لاءِ سنڌ جو ٿي ويو. سيٺ گلاب داس جي پرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ به سندس پٽ سيٺ وشنداس وٽ رهي پيو ۽ واپس نه ويو. هي ٻئي سيليون سنگيت جا چاهڪ ۽ دلداده هئا ۽ موسيقارن جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. استاد هدو خان ڳائڪي جي لحاظ کان ڌرپدي گهراڻي سان تعلق رکندو هو پر مٿس تلونڊي ڳائڪيءَ جو اثر به هو ۽ خيال جي ڳائڪيءَ ۾ کيس سٺي دسترس هئي. سندس پسنديده ساز ستار هو جنهن تي کيس ڏاڍو عبور حاصل هو.

**استاد يوسف ڪٽي:** استاد يوسف ڪٽي سنڌ جو باشندو هو ۽ حيدرآباد ۾ ڄائو نپنو هو. استاد الهڏني تونارِيءَ وانگر هي به خانداني موسيقار نه بلڪ شوقيه ڳائڻو هو ۽ سنڌ جي علائقائي موسيقي توڙي ڌرپدي ڪلاسيڪي ڳائڪيءَ ۾ مهارت رکندڙ هو ۽ ڏاڍو نالو ڪڍيائين. سندس شاگردن ۾ بسنت زوار ڏاڍو مشهور ۽ ثريا، جو ماهر فنڪار ٿي گذريو آهي. استاد يوسف 1930ڌاري حيدرآباد شهر ۾ وفات ڪئي ۽ اتي دفن ٿيو.

**استخارو:** غيبي اشاري معلوم ڪرڻ جي دعا. خدا کان خاص دعا جي رستي خير جي طلب. هيءَ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڀلائيءَ جي طلب ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ طور ڪم ڪرڻ وقت فال ڪڍڻ ته اهو ڪم ۾ ڪاميابي ۽ چڱائي ٿيندي يا نه؟ اهي سوال جي جواب لهڻ جا مختلف طريقا آهن. ٻئي مسلمان سومهڻيءَ جي نماز پڙهي سمهي پوندا، رات جو موافق يا مخالف خواب ڏسي فيصلو ڪندا آهن. اهو "مسنون" طريقو چيو وڃي ٿو. استخاري جو گهڻو رواج اهل تشيع ۾ آهي. جنهن لاءِ انهن جو طريقو ۽ دعائون مختلف آهن.

**استعارو:** لغوي معنيٰ "اشارو". حسن بيانيءَ جي هڪ شاعراڻي صنف. جنهن ۾ حقيقي ۽ مجازي معنيٰ جي وچ ۾ تشبيهه جو تعلق قائم ڪيو وڃي. مثال طور "گل" چئي، "سهڻي شڪل" جو مفهوم ادا ڪرڻ.

**استعمالي جاميٽري** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ صادق علي مرزا آهي. جنهن تعليم کاتي ڪراچيءَ جي تعاون سان هي؛ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترتيب ڏنو 150 صفحن جو هي؛ ڪتاب ليٿو ۾ ڇپيو ۽ هن جون 500 ڪاپيون ڇپيون. ڪتاب جي قيمت ان وقت جي لحاظ سان 7 آنا رکيل آهي هي؛ ڪتاب، ڪمشنر جي ڇاپخاني ڪراچيءَ مان 1888ع ۾ ڇپيو.

**استنبول:** ترڪيءَ جو ڀرپور گاديءَ جو هنڌ. جنهن جو پراڻو نالو "قسطنطنيه" هو 1930ع ۾ سرڪاري طور تي قسطنطنيه بدران "استنبول" نالو رکيو ويو 1923ع تائين ترڪيءَ جي گادي جو هنڌ رهيو. هيئنر ترڪيءَ جو اهم واپاري مرڪز ۽



بندرگاهه آهي. هتي يونيورسٽي به آهي. جيڪا 1453ع ۾ قائم ٿي ۽ 1933ع ۾ ان جي ٻيهر تنظيم ڪئي وئي. هتي آرٿوڊاڪس يونانين رومن ڪئٿلڪ ۽ آرميني طريقن جون درسگاهون ۽ خانقاهون آهن. وچئين دؤر جي هن شهر جون ڪئين ميل ڊگهيون ديوارون ۽ قلعا اڄ به موجود آهن. استنبول ڪيترين ٻولين ڳالهائيندڙ قومن ۽ قبيلن جي آباديءَ وارو شهر آهي. 1973ع ۾ ايشيا ۽ يورپ جا حصا هتي جي باسفورس پل ذريعي ڳنڍيا ويا آهن. باسفورس پل 3524 فوٽ ڊگهي آهي. استنبول ۾ ئي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ميزبان حضرت ابوايوب انصاري رضه جي مزار آهي. حضرت بلال رضه جي نالي سان منسوب هڪ خوبصورت مسجد اسلامي فن تعمير جو شاهڪار آهي. هتي توپڪاپي نالي ميوزيم به آهي. جنهن ۾ ٻين نوادرات سان گڏ نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جو وار مبارڪ پڻ رکيل آهي. ترڪيءَ جو هي شهر قديم ۽ جديد ثقافتن جي ميلاپ جو سهڻو ڏيک ڏيئي ٿو.

**اِستيلو ڊورو:** هيءَ درياهي ڊورو آهي. جيڪو ڳوٺ سيدپور، ضلعي خيرپور کان ٿيندو ڳنهيرو ونڊ ۾ چوڙ ڪندو هو. هن ڊوري جا تاريخي آثار اڄ به ڄڻا بيٺا آهن. ڳنهيرو ونڊ ۾ ڪاچري ونڊ کان سنڌوءَ جي وهڪري جا آثار به ملن ٿا.

**اسٽوپا:** اسٽوپا جو اصل نالو پالي ٻوليءَ ۾ thupa آهي. سنسڪرت ۾ اهو لفظ stup آهي يعني 'جمع ڪرڻ يا گڏ ڪرڻ'. ان کي چين ۾ پگوڊا چوندا آهن. اسٽوپا لاءِ تبتي ٻوليءَ ۾ لفظ آهي Chorten جنهن جي معني آهي 'پيتا جو بنياد'.

ٻڌ کان اڳ واري زماني ۾ جڏهن ڪو سنت لاڏاڻو ڪندو هو ته ان جي مڙهه/ سماڌيءَ متان مٽيءَ جي ڍڳي نما قبر ٺاهي ويندي هئي ۽ ان کي جوڳ ڌيان يا تيرٿ استان طور اهميت ڏني ويندي هئي. اڳئي هلي اهي قبرون ڏاڍا پڪ سرا يا پٿريلا ٺهڻ لڳا ته جيئن اهي جٽادار هجن. شروع ۾ اهي هندستاني بادشاهن لاءِ ٺهندا هئا. انهن ڍڙن جي صورت گنبذي هئي جيڪا ٻڌڪي اسٽوپا جي ابتدائي صورت بڻي. اها بيضوي يا گنبذي شڪل. جوڳ ۾

ويندل ان سنت جي علامتي شبيهه آهي. جنهن کي (رواج موجب) ويندل حالت ۾ دفنايو ٿي ويو. سماڌيءَ جي اها صورت هالي اسٽوپا جي شڪل ۾ ٻڌ جي جسم جي نمائنده آهي. جنهن ته ٻڌ جوڳ ۾ ويٺو آهي. هي دڙو به ان بنيادي ۽ آڳاٽي خيال موجب آهي ته اهي قبرون جهڙا دڙا يا مورتيون آتما (روح) جي رهائش گاهه بڻجن ٿا يا انهن ۾ آتما جو واسو رهي ٿو. ان ريت آتمائن جون اهي رهائش گاهون ايندڙ نسلن لاءِ عظيم آقائن جي يادگار جو



موهن جي دڙي ۾ موجود اسٽوپا

روپ وٺي ٿيون ته جيئن ايندڙ نسلن لاءِ همت، نرواڻ، جدوجهد ۽ ابدي سڪون جو درس ملندو رهي.

ڪنهن عظيم اڳواڻ جي لاڏاڻي سان هن جي جسم جي بي ته ڪا به اهميت ڪانه ٿي رهي. البت اها ان حقيقت جي يادگار ضرور آهي ته هڪ عظيم مَن يا ذهن ان ۾ رهندو هو. ان سبب ڪري ئي اسٽوپا ٻڌ جي مَن جي علامت بڻجي ٿي پيو. اهي وڏي پئماني تي تيار ٿيندا ويا. انڪري، ڪيترا اسٽوپا بنيادي طرح ڪنهن سورمي يا مذهبي اڳواڻ جي پوڄا جو آستان ته آهي (جيئن ٻڌ ڌرم وارا پاڻ به چون ٿا).

ٻڌ ساڪيه مُني پنهنجن پوئلڳن کي هدايت ڪئي هئي ته سندس خاڪ يادگار طور رکي وڃي يا اسٽوپا ۾ رکي وڃي. جيئن هندستان ۾ اڳ ئي رواج هو گوتم ٻڌ کان پوءِ اسٽوپا نه رڳو تعميراتي لحاظ کان بلڪ روحاني طرح به اهميت وٺي ويو. جڏهن گوتم ٻڌ لاڏاڻو ڪيو، تڏهن سوال اٿيو ته هن جي باقيات جو وارث ڪير ٿيندو ۽ ڪير اها عظيم يادگار تيار ڪرائيندو؟ جيئن ته ان سوال جو فيصلو ڪرڻ ڪري نه ٿي سگهيو، انڪري سندس خاڪ اٺن بادشاهتن ۾ ورهائي وئي. اصول طئه ٿيو ته هر اسٽوپا ۾ ٻڌ جي خاڪ ڪنهن مقدس دٻليءَ ۾ رکيل هئڻ گهرجي. (موهن جي دڙي واري اسٽوپا مان به اهڙي دٻلي مِلي هئي).

جيئن ته اُنن بادشاهتن ۾ هر هنڌ مقامي انداز جا اسٽوپا ٺهيا، ۽ اهو ممڪن ٿي ڪونه هو ته انهن جي اڏاوتي بيهڪ ساڳي رهي، انڪري هي اُٺ ئي نمونا ٻڌ جي زندگيءَ جي اُنن اهم واقعن جون علامتون سمجهيا وڃن ٿا.

اهي علامتون هي آهن: 1-جنم، 2-شعور، 3- ڌرم ڦيٿي جي گردش، 4- ڪائناتي سچ جو ظهور يا ٻڌ (سچائيءَ) جي منزل، 5- معجزا، 6- ويلوه ٻَن وٽ جماعت ۾ ڦوٽ مهل سياڻ، 7- وئشالي وٽ پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن پنهنجي مرضيءَ سان وڌائڻ ۽ 8-ڪاشي نگر وٽ سندس ديهانت.

اسٽوپائن جا اهي اٺ ئي نمونا شعور ڏانهن وٺي ويندڙ اُنن اصولن واري رستي جون علامتون آهن. اهي اصول آهن: 1- صحيح رُخ (درشٽي)، 2- صحيح سوچ (سنڪلپ)، 3 - صحيح گفتار (واچا)، 4- صحيح هلت يا چال، 5- صحيح عمل، 6- صحيح آجيوڪا يا ساوڌاني، 7 - صحيح سعي يا جتن ۽ 8- صحيح ڌيان يا سماڌي.

اڪثر اسٽوپا اُبتي پيالي نما هوندا آهن ۽ انهن جي مٿان هڪ ٺُلهه ڏسبو آهي. ان اڏاوتي ڪامپليڪس کي چار ڪمرا (torana) سواستيڪا جي ٻانهن وانگر هوندا آهن. اسٽوپا اڏاوتي طرح به علامتي آهن. انهن جون پنج جاميٽريائي (مهندسي) شڪليون آهن. جن ۾ پنجن عنصرن جي نمائندگي ٿئي ٿي: 1- چورس ٺلهو ڌرتيءَ جو علامتي بنياد آهي. 2- گنبذ يا بيضو (anda) پاڻيءَ جي علامت آهي. 3- هرميڪا (harmica) پڙيلي ڪنهڙي جي شڪل ۾ باهه جي علامت آهي. 4-(ڇٽ جي) ٺلهه هوا جي علامت آهي ۽ 5- ڇٽ خال يا 'ڪجهه به نه' جي علامت آهي.

بهرحال، ڪنهن اسٽوپا ۾ پنجن کان وڌيڪ حصا هوندا آهن. بنياد کي چار ڏاڪا آهن اسٽوپا کي گيٽ، ڪٺهڙو ۽ اسٽوپا جي چوڌاري طواف لاءِ گردشي رستو به ان عمارت جا حصا سمجهيا ويندا آهن. اسٽوپا جو طواف ڪلاڪ وار (clockwise) ٿئي ٿو يعني طواف ان ريت ڪيو ويندو آهي، جو اسٽوپا جون مقدس شيون ۽ تبرڪات هميشه طواف ڪندڙ جي ساڄي پاسي هجن. پهرئين ڏاڪي کان هوريان هوريان مٿي وڃڻ جو هر مرحلو ٻڌ ڪين رسمن ۾ علامتي آهي.

جيئن ته بنيادي ٺلهو چوڪندو ٿئي ٿو انڪري پهرئين مرحلي ۾ اهو چئن بنيادي رخن جي سامهون آهي ۽ اهو ساوڌاني يا خبرداريءَ جي علامت بڻجي ٿو. اهي 1- جسم جي ساوڌاني، 2- محسوسات جي ساوڌاني، 3- مَن جي ساوڌاني ۽ 4- مظهرن جي ساوڌاني آهن.

بنياد جو ٻيو مرحلو هنن چئن طبعي ڪوششن تي ٻڌل آهي: 1-موجود بديءَ کي تباهه ڪرڻ، 2- اڄ تائين ظاهر نه ٿيل بديءَ کي روڪڻ، 3- اها چڱائي، جيڪا اڃا ظاهر نه ٿي آهي، ان کي پيدا ڪرڻ ۽ 4- موجود چڱائيءَ کي هٿائڻ ۽ پوکڻ.

ٽيون مرحلو چئن نفسي شڪتين (cattari satiptthani) جي نمائندگي ڪري ٿو جيڪي باشعور فرد وٽ موجود سمجهيون وينديون آهن: 1- عمل جي خواهش، 2-سگهه، 3-سوچ، 4-تحقيق.



اسٽوپا جي بنياد ۾ جوڙيل ڏاڪي مٿان پنج پهلو آهن: 1- ايمان، 2- سَگهه، 3-خبرداري، 4-ڌيان، ۽ 5-دليل. گول گنبذي اڏاوت (بيضي) جو گهيري دار بنياد به انهن سگهن جي نمائندگي ڪري ٿو. چوٿون مرحلو شايد مجهول پاسي جي نمائندگي ڪري ٿو ۽ گنبذ جو بنياد انهن سگهن جي سرگرم رخ جي نمائندگي ڪري ٿو هن خيال جي ٿُوڻي ان حقيقت تي ٻيٺل آهي ته ٻرائن

استوپائن ۾ فقط ٽي مرحلا، حصا يا ڏاڪا آهن . ۽ فقط پوئين دور جي استوپائن ۾ گول گنبذ جو گهيري دار بنياد چوٿين مرحلي کي پنجين سطح کان الڳ ڪري ٿو.

گنبذ (آنڊو يا بيضو) شعور جي ستن عنصرن جي نمائندگي ڪري ٿو:
1- ساوڌاني، 2- سچ جو ادراڪ، 3- سُک، 4- چوڪناڪاري ڏانهن رهنمائي، 5- منزل جي خبر، 6- ڌيان، ۽ 7- ڌيرج يا شڪون.

آئي (آنڊي) جي چوٽ تي 'هرميڪا' هڪ پيرو وري شعور ڏانهن وٺي ويندڙ اٺن مرحلن واري علامت آهي. هي هرميڪا (ڇت جو ٿُلهه يا زندگيءَ جي وڻ جو ٿڙ) ڏهه پاسائين ڄاڻ جي علامت آهي: 1- اصولن جي ڄاڻ، 2- ٻين فردن جي سوچ جي ڄاڻ، 3- نسبتن ۽ واسطن جي ڄاڻ، 4- مشاهداتي ڄاڻ، 5- ڀوڳنائن جي ڄاڻ، 6- ڀوڳنائن جي سببن جي ڄاڻ، 7- ڀوڳنائن کي ناس ڪندڙ رستن جي ڄاڻ، 8- ڀوڳنائن جي پڄاڻيءَ جي ڄاڻ، 9- وناس سان ڳنڍيل شين جي ڄاڻ ۽ 10- شين جي غير پيداواريت جي ڄاڻ.



استوپا جو سڀ کان مٿيون حصو يا زندگيءَ جو وڻ ٻڌ جي تيرهن پراسرار طاقتن جي علامت آهي. Tanjur جي مطابق انهن مان ڪي طاقتون هي آهن:
1- تبليغ لاءِ مناسب ماڳن جي ڄاڻ، 2- مختلف قسم جي ڪرم (Karama) جي رس ٿيڻ جي ڄاڻ، 3- اعليٰ منزلن جي سڀني جوڳن/ مراقبن جي مرحلن جي ڄاڻ، 4- سڀني اعليٰ ۽ خسيس پهلوئن جي ڄاڻ، 5- ٻين وجودن جي خصلتن جي ڄاڻ، 6- وجود جي مختلف صورتن جي ڄاڻ، 7- گهريل پڄاڻيءَ ڏانهن وٺي ويندڙ رستن جي ڄاڻ، 8- ماضيءَ جي وجودن جي يادگيري ۽ ڄاڻ، 9- بديءَ جي قوتن جي تباهي، 10- ٻڌن جي شعور جا ٽي بنياد.

استوپا جي چوڌاري طواف جي گردشي رستي تائين هڪ يا وڌيڪ ڏاڪڻيون (استوپا جي ماپ حساب سان) 'ويدڪا' تائين وٺي وينديون آهن. اها دنيا ۽ مقدس وجود جي وچ جي حد آهي. ان هنڌ تي قرباني به ڪندا آهن.

زندگيءَ جو ڦيٿو:

خود استوپا جي عمودي گولائيءَ ۾ ڦيٿي جي چڪر جهڙو هڪ پيو فلسفو سمايل آهي. اوڀر پاسو جنم جي پرڀات آهي، چوٽي عروج آهي، اولهه حياتيءَ جي شام آهي ۽ ان ڦيٿي جو هيٺيون پاسو زوال يا پڄاڻي آهي. ۽ پوءِ ٻيهر جنم جي پرڀات، عروج، زوال ۽ پڄاڻيءَ جا ڪرم چڪر موجب جنم چڪرا



ٻڌ ڌرم ۾ حياتيءَ جي چڪر جي الڳ تشريح آهي. اهو جنم ۽ موت جي چڪر جو فلسفو آهي. ان فلسفي جي سمجهاڻيءَ لاءِ ان چڪر جا تصويري خاڪا وهارن ۽ ڪميونٽي مرڪزن وغيره ۾ ديوارن تي چٽيا ويندا هئا. ان تصوير ۾ ڦيٿي جي ٻاهرئين گولائين ڪناري تي عام طور ٻارنهن تصويرون ٺهيل هونديون آهن، جن ۾ جُڙڻ ۽ ڊهڻ جو سلسلو سمجهايو ويو آهي. انهن تصويرن جي ترتيب ڪجهه هن ريت هوندي آهي:

1- انڌو ماڻهو بنيادي طور اڻڄاڻائيءَ جي علامت طور، 2- ڪنڀر ڪرم جو بنياد رکندڙ سرگرميءَ طور، 3- ٽپندڙ ڪانڌڙ پولاڙو شعور طور، 4- ٻيڙيءَ ۾ ٻه ماڻهو 'نالي' ۽ 'صورت' طور، 5 ڇهن درين ۽ دروازن جو گهر 6- جنسي پيار 'تعلق' طور، 7- اک ۾ تير 'احساس' طور، 8- پاڻي پيئڻ اُڃ يا خواهش طور، 9- ميوا پڪڙيل پولاڙو بطور گرفت، 10- گرڀ وتي عورت وجود وٺڻ، 11- ٻار جو جنم بطور پيدائش، ۽ 12- لاش ڍوئيندڙ ماڻهو بطور جنم کان پوءِ موت. ان کان پوءِ ڍڪاريل گولائي يا ٽُبڪا زندگيءَ ۽ موت جي تسلسل ۽ جُڙڻ جون علامتون آهن. ان ڦيٿي جو مٿيون حصو ديوتائن، اسرن ۽ انسانن جي درجي جي نمائندگي ڪري ٿو. هيٺيان حصا جانورن، بکايل ڀوتن لاءِ ۽ ٻنهي هيٺيون حصو دوزخ يا پاتال آهي. اهو جنم ۽ ڪرم چڪر آهي. ۽ هر ڪو پنهنجي ڪرم (عمل) موجب پنهنجي لاءِ خاص جنم جو مستحق ٿئي ٿو.

سنڌ ۾ استوپا:

اوائلي ٻڌ آرٽ ۾ ٻڌ کي ڪڏهن به انساني صورت نه ڏني وئي. ۾ استوپا يا ڌرم چڪر ٻڌ جي علامت هو (انڪري شايد ايئن سمجهڻ مناسب ٿيندو ته، جتي جتي ٻڌ جي شبيهه موجود نه آهي ۽ محض ٻڌڪيون علامتون مليون ٿيون، اهو اوائلي ٻڌ آرٽ آهي ۽ گهڻو ڪري مهاياني فرقي سان تعلق رکي ٿو. سنڌ ۾ اسان کي فقط ڪاهوءَ جي دڙي تي ٿي ٻڌ جون وڏ ۾ وڏ مورتيون نظر آيون آهن. باقي پٿي ڪنهن به استوپا يا ان جي 'هرميڪا' ٿُلهه تي اهڙي ڪن جو مظاهرو نه ٿو ملي.

اهو يقيني نه ٿو چئي سگهجي ته سمورن استوپائن ۾ ٻڌ جي رک يا جسماني تبرڪ رکيل آهي. البت پوءِ وارن ڏينهن ۾ ايئن ٿيندو رهيو ته ٻڌ سان منسوب شيون رکي انهي استوپا طرز جون اڏاوتون ٺهنديون رهيون يا وري ايئن به ٿيو ته جتي جتي ٻڌ مها ستئن رهائش اختيار ڪئي يا وهار قائم ڪيا، اتي پڻ هن مذهبي علامت کي اڏاوتي صورت ڏني وئي.

سنڌ ۾ لهندڙ قديم استوپائن ۾ عام طور 'هرميڪا' (ٿُلهه) ۽ 'ويدڪا' (ان جي چوڌاري طواف جو رستو) صاف ۽ پڌرا آهن. ايئن نٿنگ ۽ کيهڙجي وارن پٿر جي استوپائن ۾ نه ظاهر آهي. ۾ غور سان ڏسجي ته اتر سنڌ جي ميداني علائقي ۾ درب چانديو، گاجي کهاوڙ (تعلقي وارهه)، ڏامراهه، لکي غلام شاهه (تعلقي ڳڙهي ياسين)، ماڙي ٿُل، ٿوب دڙو (تعلقي ميرو خان)، ٿُلهي (تعلقي لاڙڪاڻو)، بکو دڙو (تعلقي شهداد ڪوٽ) وغيره جي ٻيهڪ به اهڙي ٿي آهي. جن جا هرميڪا (ٿُلهه) ظاهر ظهور بيٺا آهن ۽ پري کان ڏسبا آهن. انهن کان سواءِ دولت پور لڳ 'مير رڪڻ جو ٿُلهه' ته شاندار مثال آهي. جهڪر، باڊهه لڳ ڪانڌڙا/ ڏامراهه دڙي وغيره تي به استوپائن جي موجودگيءَ جو گمان ڪري سگهجي ٿو پر هن وقت انهي 'هرميڪا' باقي نٿا



ڏسجن. چاڪاڻ ته اڪثر ڌڙن کي ماڻهن خزاني جي لالچ ۾ ڪوٽي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

نيپال جي شهر ڪٺمنڊو ۾ ٻڌ اسٽوپائن جي ٿُلهن تي هن ريت گوتم ٻڌ



جون اکيون چٽيل هونديون آهن. جن مان جوڳ، ڌيان، گيان، ڌيرج ۽ ڪائناتي شعور جو اظهار ٿئي ٿو.

**اسٽيشن:** انگريزي ٻوليءَ جو لفظ. منزل. داهي ريلوي لائين تي اُها جاءِ جتي هڪڙا مسافر لهن ته ٻيا چڙهن ۽ ريل جو سفر ڪن. سڄي هندستان ۾ 1274هه/1857ع ۾ پهريائين ڪراچيءَ کان ڪوٽڙي تائين آگ گاڏيءَ (ريل) جي منظوري ملي. جنهن جو سنگ بنياد سر بارٽل فريئر رکيو سنڌس ڪمشنريءَ جي ڏينهن ۾ ريل گاڏي ڪراچيءَ کان ملير تائين هلڻ لڳي. 1278هه/1861ع جي شروع ۾ بمبئيءَ جو گورنر سر "جارج ڪلارڪ" ڪراچيءَ پهتو ۽ ان وقت جي ڪمشنر "گورا ريٽي" سان گڏجي ريل تي چڙهي داپي جيءَ (جنهن کي غلطيءَ وچان "ڌابيجي" چيو وڃي ٿو) پهتو ۽ اُتان مهري اُٺن تي چڙهي گهاري شهر ۾ منزل انداز ٿيو هو.

اهڙيءَ طرح 1869ع ۾ ڪوٽڙيءَ تائين ريلوي لائين تيار ٿي ۽ ريل گاڏيءَ جي سروس شروع ٿي. پوءِ آهستي آهستي "نارٿ ويسٽرن ريلوي ڪمپنيءَ" جي پروگرام موجب حيدرآباد، ڪوٽڙي- جيڪب آباد، لاڙڪاڻو- شهدادڪوٽ، حيدرآباد-روهڙي، ٽنڊو آدم پڈعيدن، ميرپورخاص- نوابشاهه، ميرپور- پٺورو، جيڪب آباد- ڪشمور ريلوي لائينون ٺهڻ لڳيون ۽ انهن جي لاءِ سنڌ ۾ جملي 162 ريلوي اسٽيشنون تعمير ٿيون. هن وقت انهن جو تعداد وڌي ويو آهي.

**اِسٽَيل:** لوهي نب سان قلم. گهڻو اڳي ڪاٺهن جي ڪاني يا ٻڪيءَ جو ڪتب مس ۾ ٻوڙي تحرير لکبي هئي. اُن قلم کي "ڪِلڪ" به چئبو هو پوءِ اُن نموني جي ڪانيءَ واري قلم ۾ لوهي نب سان اکر لکجڻ لڳا. نب سميت ڪانيءَ کي "اسٽيل" ڪوٺيو ويو يعني "لوهه جو قلم".

**اِسپَنج/اِسفَنج:** هڪ قسم جي سامونڊي مخلوق. جيڪا گروهن ۾ رهي ٿي. اُها سمنڊ جي تري ۾ يا سامونڊي پهاڙ جي پاسن کان چنبڙيل هوندي آهي. قدرتي طرح هن جو جسم جيليءَ يا پنير جهڙو ڪرڪلو ٿئي ٿو ۽ وقت اچڻ تي هي خودبخود به لا ٿئي ٿو ۽ پٺي الڳ جدا جدا حيثيت سان ورڻي پاڻ مان پيو جسم پيدا ڪن ٿا. اهو جسم شڪل کان پوءِ نرم ۽ سوراخدار ٿي پوندو آهي. جيڪو گهڻن ڪمن ۾ ايندو آهي. هن ۾ پاڻيات جذب جي گهڻي صلاحيت آهي.

**اسپنگر:** هيءُ هڪ ٻوٽيءَ جو ٻج ۽ پسارڪو وکر آهي. جنهن کي عربيءَ ۾ "زرقطونا" ۽ فارسيءَ ۾ "اسپغول" سڏجي ٿو هن جا به ٽي قسم ٿين ٿا. جيئن اڇي، ڳاڙهي ڪارو ۽ اڇو ۾ ڳاڙهاڻ مائل. هي ٻاٽيءَ ۾ وڃهڻ سان ڦوندجي وڃي ٿو.

طبي لحاظ کان آنڊن جي زخم، پيچش ۽ پيٽ ۾ مروڙ جي بيماريءَ ۾ اسپنگر جي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ملائي پيئڻ سان آرام ايندو آهي. اسپنگر کي هلڪي سيڪ ڪتڻ سان اُن جون ڪلون يا ٿُهه لهي وڃن ٿا. انهن ڪلن کي "اسپنگر جي ٿُهي" سڏبو آهي. جيڪا پڻ پسارڪي وکر ۾ شمار ٿئي ٿي ۽ پيٽ جي بيماريءَ ۽ خشڪي لاهڻ لاءِ علاج طور ڪم اچي ٿي. اڄڪلهه

دوائن جون ڪمپنيون "اسپغول" جي نالي سان اسپنگر جي صاف ٿيل ٿهي پئڪيٽن ۾ تيار ڪري رکيون آهن.

**اسپيڪٽرم** (The Spectrum): جڏهن به منشور (ٽه ڪنڊي بلور) مان سج جي روشني يا اڇي روشنيءَ جي ورچ (Dispersion) ٿئي ٿي ته مختلف رنگن جي پٽي ٺهي ٿي. جنهن ۾ ڳاڙهو، ترنجي (نارنگي)، پيلو، سائو، نيرو (آسماني)، نيرو بنفشي (Indigo) ۽ واڱڻائي رنگ ٿين ٿا. اهڙيءَ طرح ٺهيل رنگن جي پٽي کي اسپيڪٽرم (Spectrum) چئبو آهي. هن جا رنگ ترتيب سان ٻارن کي ياد ڪرائڻ لاءِ هڪ لفظ ناهيو ويو آهي "ٻنگپيساتو". جيئن انگريزيءَ ۾ لفظ Vibgyor ٺهيل آهي. انڊلٺ ۾ به اهي ئي رنگ ڏسبا آهن.

**اسحاق آهنگر:** اسحاق آهنگر، سنڌي ٻوليءَ جي اُنهن اوائلي شاعرن مان آهي جن جو تفصيل نٿو ملي "حديقة الاولياء" ۾ بيان ٿيل آهي ته شيخ پريو جيڪو اصل ۾ هندو هو ۽ پوءِ مسلمان ٿيو ۽ هڪ مجذوب بزرگ ٿي گذريو آهي. اهو آخري عمر ۾ گنجي ٽڪر جي دامن ۾ رهندو هو هڪ پيري هن ڪتاب جو مصنف سيد عبدالقادر سنڌس خدمت ۾ ويو اُن وقت هو (شيخ پريو) هڪ بيت پڙهي رهيو هو جنهن تي پڇيائينس ته ڪنهن جو بيت آهي؟ ان تي ٻاٽمرادو چيائين ته اهو بيت "اسحاق آهنگر" (لوهر) جو آهي. عام طرح هيٺيون بيت اسحاق آهنگر ڏانهن منسوب آهي:

ٿيان مان جهرڪ، وهان پرينءَ جي شَبّ تي
ڪرن مان ڊرڪ، ٻاجهاريءَ ٻوليءَ سين.

ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم پڻ بحث ڪندي اهو بيت اسحاق آهنگر جو ٺهرايو آهي. شيخ پريي جي وفات ڏهين صدي هجريءَ ۾ ٿي هئي. يعني هيءُ بيت ڏهين صدي هجريءَ (16 صدي عيسويءَ) جو آهي. انهيءَ حساب سان اسحاق آهنگر سمن جي دَوَر جو شاعر چئي سگهجي ٿو. شيخ پريو خود به شاعر هو جنهن جا ڪجهه بيت مشهور محقق هيري ٺڪر کي راڻيلا ڳوٺ (گجرات) جي هڪڙي مٺ مان هٿ آيا آهن.

**اسحاق جمالي، ڊاڪٽر:** پورو نالو اسحاق ولد محمود خان جمالي. 20 ڊسمبر 1962ع تي ڳوٺ غلام علي جمالي، تعلقي نيو سعيد آباد موجوده ضلعي مٽياريءَ ۾ ڄائو ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪري، مشترڪ هاءِ اسڪول بکر جماليءَ مان ڪيائين. گريجوئيشن جامعه ملير ڪاليج ڪراچيءَ مان ۽ ايم اي سنڌي فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن سان ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1989ع ۾ ڪيائين. سچل سرمست هاءِ اسڪول پيري ڪراچيءَ ۾ چار سال پڙهائڻ بعد پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري 1990ع ۾ نيو علي ڳڙهه ڪاليج ٽنڊي آدم ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو هن وقت گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج قاسم آباد ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان 2008ع ۾ "سنڌي شاعري جي فن ۽ فڪر جي تحقيقي اڀياس" (برطانوي دور 1843-1947ع) عنوان تي تحقيقي مقالو لکي پي ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سنڌس ادبي ۽ تحقيقي مضمون تماهي مهراڻ ۽ ٽئين زندگي رسالن ۾ ڇپجندا رهيا آهن.



**اسحاق راهي:** اسحاق راهي سنڌ جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. سنڌس اصل نالو محمد اسحاق سومرو ۽ تخلص "راهي" هو ۽ "اسحاق راهيءَ" جي نالي سان مشهور آهي. سنڌس پيءُ جو نالو محمد صالح سومرو هو اسحاق راهي 9 اپريل 1935ع تي ميهڙ ۾ ڄائو پرائمري تعليم

ميهڙ مان ئي حاصل ڪيائين. پهريون ۽ پيو درجو مشهور محقق ۽ عالم مرحوم مولانا غلام محمد گرامي، وٽ ۽ مئٽرڪ مشهور اديب م. ڻ مخزون وٽ پڙهيو. مئٽرڪ ڪرڻ کانپوءِ پرائمري استاد مقرر ٿيو. گڏوگڏ مختلف سماجي ۽ ادبي تنظيمن سان واڳيل رهيو، جن ۾ بزم لطيف (نصيرآباد)، بزم اڪبر (ميهڙ)، سنڌ ڪلچرل ڪائونسل (ضلعو دادو)، بزم شعراء، بزم طالب المولىٰ، سنڌي ادبي سنگت، رابيل شر ادبي فورم ۽ ٻيا ادارا شامل آهن. هن ڪهنه مشق شاعر جي شاعري سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿي چُڪي آهي. پاڻ هڪ اشاعتي اداري، "سرمد پبليڪيشن" جو بنياد پڻ وڌائين. جنهن علامه مسڪاني سيوهاڻيءَ جو ناول "پيرجي ونگهري" ۽ هڪ سؤ اديبن ۽ شاعرن جي سوانح عُمرين تي مشتمل هڪ ڪتاب "وڻجارا" ڇپايائين. سندس ذاتي تصنيفن ۾ "گلدستو"، "مجموعه غزل" ۽ "رباعيات راهي" شامل آهن. سنڌ جي هن شاعر محقق ۽ پبلشر 6 جون 1994ع تي وفات ڪئي.

**اسحاق سميجو:** شاعر، صحافي، ڪمپيئر ۽ ٻارن جو ليکڪ اسحاق سميجو 18 مارچ 1975ع تي ضلعي دادو جي ڳوٺ فضل پور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. جڏهن ته مئٽرڪ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو مان پاس ڪيائين. ايم. اي. سنڌي ادب ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين.

ننڍي هوندي کان ئي ادب سان گهرو لڳاءُ هئس. لکڻ جي شروعات ٻاراڻي ادب کان ڪيائين. ٻارڙن لاءِ ڳهڻا گيت، ڪهاڻيون ۽ ڪالم لکيائين. 1990ع کان باقاعدي شاعريءَ جي شروعات ڪيائين. سندس ترتيب ڏنل ٻه ڪتاب 'دنيا جون لوڪ آکاڻيون' ۽ 'تاريخي ماڻهو تاريخي ڳالهيون' ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن. حيدرآباد مان نڪرندڙ ماهوار 'گلستان' ۽ 'ٻارڙن جي سنڌ رنگ' جو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي. ڪيس سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان 'ڪينجهر تنقيد ايوارڊ 1994ع' مليو. جڏهن ته عوامي آواز، ڪاوش ۽ پاڪ اخبار ۾ صحافتي خدمتون سرانجام ڏيئي چڪو



آهي ۽ ڪجهه وقت روزاني "سنڌ" ۾ اسسٽنٽ نيوز ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو اٿس. ان سان گڏوگڏ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي پندرهن روزه ادبي پروگرام 'ادبي سنگت' ۾ سلسلي 'سرڇهار' جو ڪمپيئر پڻ رهيو آهي. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ سنڌي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي. سنڌي اديبن ۽ قلمڪارن جي وفد سان 2008ع ڀارت جو دورو به ڪري چڪو آهي. هن شيخ اياز جي غزلن جو ڪتاب "ڳيڙو ويس غزل" (2004ع) ۽ سنڌي رومانوي غزلن تي مشتمل ڪتاب "دل جو رستو" 2003ع ۾ ترتيب ڏنا آهن. جيڪي روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ڀاران ڇپايا ويا آهن. سندس تنقيدي مضمونن جو ڪتاب "شاعريءَ سان دشمني" (2005ع) به ڇپجي چڪو آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا "صدا بيچين آهي" (2001ع) ۽ "گناهه جا گيت" (2005ع) پڻ ڇپيل آهن. ان کان سواءِ هن وقت ٽماهي "سارنگا" پبليڪيشن جو ايڊيٽر آهي. جنهن جا 6 پرچا ڪڍي چڪو آهي.

**اسحاق سنڌي، قلندر پاڻائي:** سنڌ جي پاٽ ڳوٺ جو رهاڪو. دنيا جي سير واسطي قلندرانه صورت ۾ نڪري پيو. هر هڪ ويراني ۽ آباديءَ جي گوشي گوشي ۾ پهچي ويو ۽ هر هڪ ملڪ کي پوري غور سان ڏسندي سنڌن خاصيتن کان واقف ٿيو. 958 هجريءَ ۾ سير سفر کي ترڪ ڪري برهانپور (ڏکڻ هندستان) ۾ اچي رهيو ۽ اتي شيخ طاهر بن شيخ يوسف سنڌي محدث جي خدمت ۾ رهي پيو. 1003 هجري/1594ع تائين شيخ طاهر جي خدمت ۾ رهيو ۽ اِهيءَ سال تائين جيڪو محدث طاهر سنڌيءَ جي وفات جو سال آهي. ڪڏهن به پنهنجي مرشد ۽ شيخ کان جدا نه ٿيو. شيخ محمد غوثي برهانپوري 'گلزار ابرار' جو مصنف لکي ٿو ته 1002هجري/1593ع ۾ مان انهن ٻنهي بزرگن سان ملاقات ڪئي ۽ همسائگيءَ سبب فيض حاصل ڪيم. وڌيڪ لکي ٿو ته شيخ اسحاق قلندر جو تصوف ۾ طريقي ارادي جي مضبوطيءَ ۽ استقامت تي هو. آخر ۾ پنهنجي مرشد ۽ استاد شيخ طاهر جي وفات کان پوءِ 7 سال هن دنيا ۾ گذاري سن 1010هجري/1601ع ۾ هن دنيا فاني مان لاڏاڻو ڪيائين.

**اسحاق فقير "ڪارو" مڱڻهار:** اسحاق فقير "ڪارو" 1932ع ۾ بدين جي ڳوٺ "ماجوري" ۾ ڄائو. هن 10 سالن جي عمر ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. هن سيد سليمان شاهه جي وڏي پاڙ، سيد قاسم علي شاهه کان راڳ جي سکيا ورتي. بعد ۾ ٽولين سان گڏجي شادين مرادين ۽ ميلن ۾ ڳائڻ شروع ڪيائين. ان دور ۾ بغير لائوڊ اسپيڪر جي ڳائڻ جو رواج هوندو هو. اسحاق فقير جو گلو صاف، آواز جاندار ۽ سريلو هوندو هو. ڪيس 1978ع قاري مرتضىٰ شاهه ڏاڏاهيءَ ريڊيو تي متعارف ڪرايو. جتي هن پهريون ڪلام به مرتضىٰ شاهه ڏاڏاهيءَ جو پيش ڪيو. جنهن جا بول هئا "تو نه لوڙيءَ کي لڄايو راڄ رٺي مارئي، سنڌ کي آ ناز توتي، سنڌياڻي مارئي" ۽ اهو ڪلام بيحد مقبول ٿيو. اسحاق فقير لاڙ جي انهن ڪجهه مقبول ڳائڻن منجهان هو، جن جو پنهنجو انداز هوندو هو. هن ڪڏهن به نقل نه ڪيو. هميشه پنهنجون ڌنون پاڻ ڪمپوز ڪندو هو. غزل کي سنڌي رنگ ۾ ڳائڻ جو سندس پنهنجو انوکو ۽ وڻندڙ انداز هو. سائين جي. ايم. سيد ۽ ڪريم بخش خان نظاماڻي سندس قدر ڪندا هئا. رئيس ڪريم بخش هن جو ذڪر پنهنجي مشهور آتم ڪٿا جي ڪتاب "ڪيئي ڪتاب" ۾ پڻ ڪيو آهي. سائين جي. ايم. سيد کي اسحاق فقير جي ڳايل مرتضىٰ ڏاڏاهيءَ جي هن ڪلام تي اشڪبار ڏٺو ويو. جيڪو سائينءَ جي پسند جو ڪلام به هو:

غمن ۾ به کلندي گذاري ڇڏيوسين،
وهيو واهيرو چا، وساري ڇڏيوسين،
وساريان سي دوکا سڀئي دوستن جا،
نه دشمن ٿياسين، ڪڏهن دشمنن جا،
اڱڻ آيو جيڪو ڪيڪاري ڇڏيوسين

اسحاق فقير وڏي عرصي کان تعلقي ڏگهڙي جي ڳوٺ جيٺو ڪلوئيءَ ۾ ڪٽنب سان رهندو هو. بيماري ۽ پيرسنيءَ سبب، ڪجهه عرصي کان ڳائڻ ڇڏي ڏنو هئائين. اعلىٰ اختيارين تائين پهچ نه هئڻ سبب سندس ڪنهن به طرح جو علاج يا مدد نه ٿي سگهي. اُئين هن انتهائي غربت ۽ لاچاريءَ جي حالت ۾ 16 جون 2009ع تي پنهنجي ڳوٺ جيٺو ڪلوئيءَ ۾ پنهنجا پساهه پورا ڪيا.

**اسحاق گدو:** اسحاق گدو مشهور شاعر ۽ سگهڙ هو، جيڪو تعلقي ميرپور ساڪري ۾ بگهياڙ بلوچن جي راڄ جو رهاڪو هو. ميرن جي اوائلي دور ۾ ٿي گذريو آهي. سندس ڏگها بيت ڪاري ۽ ڪوهستان ۾ مشهور آهن.

**اسد:** اسد عربي لفظ آهي. جنهن جي معنىٰ آهي شينهن. علم هيئت ۾ آسمان جي 12 خيالي برجن مان هڪڙو برج. جيڪو خط استوا جي اتر ۾ آهي. آسمان ۾ جيڪي 12 برج ڳڻيا ويا آهن. انهن مان ڇهه برج خط استوا جي اتر ۾ آهن ۽ ڇهه برج خط استوا

جي ڏکڻ ۾ شمار ڪيا ويا آهن. انهن برجن جي شڪل ۽ مقرر آهي ۽ علامت ۽ برجن جي ترتيب هن طرح آهي: (1) حمل (گهيٽو)، (2) ثور (ڏڳو)، (3) جوزا (جاڙا جاول)، (4) سرطان (ڪيڪڙو)، (5) اسد (شينهن)، (6) سنبلہ (ڪنواري)، (7) ميزان (ساهمي)، (8) عقرب (وڇون)، (9) قوس (ڪمان)، (10) جدي (ٻڪر)، (11) دلو (ڏيو)، (12) حُوت (مڇي). نجوم ۾ هرهڪ برج جي خاصيت جدا جدا آهي.



**اسد الله پڻو:** مولانا اسد الله پڻو جماعت اسلامي سنڌ جو امير ۽ پيشي جي لحاظ کان وڪيل آهي. هو 3 مئي 1946ع تي ڄائو. هن ايل ايل بي ڊگري 1969ع ۾ ۽ سماجيات ۾ ايم اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1974ع ۾ ڪئي. هو ايران، افغانستان جو دورو ڪري چڪو آهي. 2002 وارين عام چونڊن ۾ ڪراچي مان قومي اسيمبلي جو ميمبر پڻ چونڊيو هو.

**اسد الله پڻو، پروفيسر:** پروفيسر اسد الله پڻو اردو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو نامور اسڪالر، اسلامي دانشور ۽ ماهر تعليم ٿي گذريو آهي. هي باني سيڪريٽري "تنظيم فڪر و نظر" سنڌ (تاسيس 1977) پڻ رهيو. سندس هي تصنيفون آهن: 1. عالم اسلام اور عصري سياست، 2. سنڌي ترجمو رحمت العالمين (توفيق الحڪيم). هن 9 سيپٽمبر 1999ع تي راولپنڊيءَ ۾ وفات ڪئي.

**اسدالله شاهہ "بيخود" حسيني:** ڊاڪٽر اسدالله شاهہ "بيخود" حسيني ولد سيد الله بخش شاهہ 12 اپريل 1931ع تي ڳوٺ ٽکڙ ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. پاڻ مشهور شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر اسدالله شاهہ مشرقي ۽ مغربي علمن جي تحصيل ۽ تڪميل جي سلسلي ۾ سنڌ ۽ انگلينڊ جي علمي ادارن کان مستفيد ٿيو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي 1957ع ۾ پاس ڪري ساڳئي سال لنڊن روانو ٿيو. اتي لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جو ريسرچ اسسٽنٽ مقرر ٿيو ۽ بي اي (آنرس) بہ ڪيائين. شاهہ صاحب ڊاڪٽريٽ جي امتيازي ڊگري ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي. جنهن لاءِ سندس مقالي جو عنوان هو "ايران ۾ تيمور دور ۾ مذهبي طبقن جو معاشري ۽ سياست تي اثر" 1960ع ۾ واپس وطن آيو ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فارسيءَ شعبي ۾ ليڪچرر ٿي رهيو. هن 1953ع ۾ ادبي دنيا ۾ پير پاتو. شاعريءَ جي حوالي سان پهريائين مولانا غلام محمد گرامي صاحب سندس رهنمائي ڪئي ۽ پوءِ سائين مخدوم طالب المولىٰ جي صحبت نصيب ٿيس. شاهہ صاحب غزل، نظم، آزاد نظم، رباعي، قطعي، ڪافي ۽ بيت وغيره تي طبع آزمائي ڪئي. ڊاڪٽر صاحب اعلىٰ پايي جو نثر نويس پڻ هو. شاهہ عبداللطيف جي فن ۽ فلسفي جي تشريح جي سلسلي ۾ لکيل سندس مضمون زبان جي سلاست ۽ انداز بيان جي لحاظ کان سنڌي نثر ۾ خاص اهميت رکن ٿا: جهڙوڪ شاهہ جي سسئي، شاهہ جي سهڻي، شاهہ جي مومل ۽ شاهہ جي مارئي وغيره. کيس خاڪا لکڻ تي پڻ وڏي دسترس حاصل هئي. ان سلسلي ۾ "منهنجا آشنا اديب" جي عنوان هيٺ اعزا ۽ دلڪش خاڪا لکيائين. جو پڙهندڙ جي اڳيان شخصيت کي هوبهو بيهاري ڇڏيائين. ان کان علاوه هيليان ڪتاب پڻ تاليف ڪيائين. "پيغام غمگسار عرف حافظ شاهہ جو ڪلام" (1954ع)، "تذڪره شعراء ٽکڙ" (1959ع)، "تاريخ جو فلسفو" (ابن خلدون جي مقدمي جو انگريزيءَ تان ترجمو: 1966ع) ؛ "ڪليات دلگير" (ترتيب: 1968ع) ۽ "يادگار لطيف" وغيره سنڌي ٻوليءَ جو هي گهڻگهرو، 24 جولاءِ 1981ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

**اسدالله شاهہ "فدا" ٽکڙائي، حڪيم:** علامہ حڪيم قاضي اسدالله شاهہ ولد سيد الهہ بخش شاهہ ٽکڙائي 15 شعبان 1285ھ/30 نومبر 1868ع ڌاري، ٽکڙ ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. سندس تعلق متيارين واري سيد خاندان جي جراڙ پوٽي پاڙي جي منعماڻي شاخ سان هو. ابتدائي تعليم استاد حافظ يوسف وٽان حاصل ڪيائين، جنهن وٽ سنڌي فارسي ۽ فقہ پڙهڻ کان سواءِ ٽن مهينن جي عرصي ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين. وڌيڪ تعليم پنهنجي مرشد خواجہ عبدالرحمان ۽ حيدرآباد ۾ مولوي محمد حسن وٽ حاصل ڪيائين. بعد ۾ مائٽن کي ٻڌائڻ کان سواءِ ديوبند ويو ۽ شيخ الهند مولانا محمودالحسن وٽ علم جي تحصيل ڪيائين. طب جو علم، ميران محمد شاهہ اول وٽان سکيو. ٽکڙ ۾ سندس عاليشان دواخانو هو ۽ پنهنجي وقت جو حاذق حڪيم سمجهيو ويندو هو. سنڌ ۾ خلافت تحريڪ جو باني هو. نورمحمد وڪيل، عبدالجبار شيخ، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ پير غلام مجدد سرهنديءَ جهڙا مخلص ماڻهو سندس ڪارڪن هئا. سندس عام فيض کي ڏسي مسلمانن کيس حيدرآباد جو قاضي مقرر ڪيو.

پاڻ سٺو نثر نويس، اديب نقاد ۽ قادرالڪلام شاعر هو. کيس حافظ حامد محمد هاشم مخلص، غلام محمد شاهہ "گدا" جي صحبت ۾ شاعريءَ جو شوق جاڳيو. شاعريءَ ۾ "فدا" تخلص استعمال ڪندو هو. حج جي سعادت بہ ماڻيائين. پاڻ هڪ ئي وقت حافظ، عالم، شاعر، مصنف ۽ سياستدان هو. سنڌ جي هن قومي ڪارڪن، اديب، شاعر ۽ صحافيءَ 10 فيبروري 1926ع/ 27 رجب 1344ھ تي وفات ڪئي.

**اسدالله کهڙوي:** مخدوم اسدالله ولد مخدوم احمد کهڙوي سنڌ جي وڏن عالمن، فاضلن ۽ صوفين مان ٿي گذريو آهي. مخدوم اسدالله 870ھ مطابق 1465ع ۾ ڄائو. شريعت جي حوالي سان سندس نالو هر هنڌ مشهور هو ۽ بزرگيءَ جي هاڪ بہ جتي ڪٿي هئي. همايون بادشاهہ جڏهن سنڌ ۾ آيو تہ سندس ملاقات مخدوم اسدالله سان ٿي ۽ ڪانئس دعا گهرايائين تہ کيس دهليءَ جو تخت واپس ملي. جڏهن همايون 963ھ/1555ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس پٽ جلال الدين محمد اڪبر چوڏهن ورهين جي عمر ۾ بادشاهہ ٿيو تہ هن شريعت جي پابنديءَ لاءِ حڪم جاري ڪري ڇڏيا. ڪن هندن بادشاهہ ڏانهن ڪوڙا خط موڪليا تہ اسدالله ماڻهن کي گمراهہ ڪري رهيو آهي. مخدوم اسدالله کي خبر پئي تہ هن بہ يڪدم جلال الدين ڏانهن خط اماڻيو، جنهن ۾ پنهنجون شرعي خدمتون بيان ڪيائين. ان کان پوءِ مخدوم اسدالله کهڙن جي لڳ ڀڳ پوريءَ جي شهر ۾ مسجد اڏائي، اُتي رهيو ۽ سن 966ھ ۾ اتي ئي وفات ڪيائين.

**اسدالله لاڙڪ، ڊاڪٽر:** اسدالله لاڙڪ پاڪ - پارت جو پهريون سنڌي آهي، جنهن انگريزي ادب ۾ پي ايڇ . ڊي ڪري، ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. هُو ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ لاڙڪ جو رهاڪو آهي. ليڪن تعليم ۽ نوڪريءَ جي سلسلي ۾ گهڻو ڪري جام شوري ۽ حيدرآباد سان ئي لاڳاپيل رهيو. 1962ع ۾ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ ڪيائين. ان کان پوءِ حيدرآباد جي ئي گورنمينٽ ڪاليج مان 1966ع ۾ بي اي پاس ڪيائين. 1968ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين.

اسدالله لاڙڪ سچل سرمست ڪاليج نوابشاهہ ۾ هڪ سال ليڪچرر ٿي رهيو ۽ پوءِ ساڳي حيثيت ۾ حيدرآباد جي مسلم ڪاليج ۾ پڙهايائين.

1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. هن 1973ع ۾ ايم. ايڊ ڪئي. پاڻ استادن جي تنظيم (سوٽا) جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو. هو 1976ع ۾ آمريڪا روانو ٿي ويو جتي هن 1977ع ۾ ايم. اي ڪئي ۽ انڊيانا يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين.

ڊاڪٽر اسدالله لاڙڪ هڪ محنتي ۽ قابل استاد آهي. جنهن بين الاقوامي بوليءَ جي ادب ۾ ڊگري حاصل ڪري، سنڌ جي نوجوانن کي هڪ وات ڏيکاري. هن جو شمار سنڌ يونيورسٽيءَ جي قابل استادن ۾ ٿيندو هو. 1980ع ۾ يونيورسٽيءَ جي ملازمت ڇڏي، ڪنهن صنعتي اداري سان ڪاروباري شراڪت ۾. آمريڪا هليو ويو ۽ هاڻي اتي ئي رهي ٿو.

**اسد بيگ "اسد" مرزا:** مرزا اسد بيگ "اسد" ولد مرزا قليچ بيگ 18 سيپٽمبر 1913ع تي ٽنڊي ٺوڙهي، حيدرآباد ۾ ڄائو. هو سٺو شاعر ۽ نثر نويس هو. مرزا اسد بيگ ابتدائي تعليم ميونسپل اسڪول ٽنڊي ٺوڙهي مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪئي. 1934 کان سرڪاري نوڪريءَ ۾ لڳو ۽ سنڌ ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ ۾ مختلف عهدن تي ڪم ڪندي 1970ع ۾ رٽائر ٿيو. سندس پرورش "شمس العلماء" مرزا قليچ بيگ جهڙي عظيم پيءُ جي شفقت ۾ ٿي. ان ڪري علم ۽ ادب کيس ورثي ۾ مليو. شاعريءَ ۾ استاد خود سندس والد محترم هو. سندس



ڪلام پختو، سادو، رنگين ۽ نمڪين آهي. حمد، نعت، منقبت، غزل، نظم، قطعا ۽ ڪافيون چيون اٿس. اسد مرزا ڪيترائي تعليمي ڪتاب به لکيا جيڪي بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان منظور ٿيل هئا ان کان سواءِ ڪوآپريٽو ڊراما ۽ ڊائلاگ ۽ "ديوان قاسم" جي ترتيب وارا سندس ڪتاب اڻ ڇپيل رهجي ويا. ديوان قاسم سنڌي ادب ۾ خاص اهميت رکي ٿو ان ڪتاب جي مقدمي کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. سندس ٻين ڪتابن ۾ "عجيب جواهر" ۽ "ڪلام قليچ" شايع ٿيل آهن. هو ماهنامه "قليچ" جو ايڊيٽر پڻ رهيو. آگسٽ 1970ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن ڪراچي سينٽر جي تمثيلي مشاعري ۾ مرزا اسد بيگ پنهنجي والد مرزا قليچ بيگ جو ڪردار ادا ڪيو جيڪو سڄي سنڌ ۾ تمام گهڻو پسند ڪيو ويو. هن اهڙو ڪردار 31 ڊسمبر 1981ع تي سنڌي ڊرامي جي سئو سالہ جشن جي موقعي تي ٿيل تمثيلي مشاعري ۾ پڻ ادا ڪيو هو. مرزا صاحب 1980ع ۽ 1981ع ۾ ٿيندڙ ٻي ڪل پاڪستان اهل قلم ڪانفرنس اسلام آباد ۾ شريڪ ٿيو. 1986ع ۾ کيس پراونشل ايجوڪيشنل ڪائونسل ۾ ميمبر طور کنيو ويو. مرزا اسد بيگ "اسد" 10 اپريل 1990ع تي دماغ جي رڳ ڦاٽڻ سبب ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو.

**اسد جمال پلي، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر اسد جمال پلي، 3 نومبر 1957ع تي ڳوٺ حاجي بخش پلي، ضلعي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. سندس والد مرحوم محمد عمر المعروف معمور يوسفاڻي، سنڌ جو ناميارو عالم ۽ اديب ٿي گذريو آهي. ڊگري ڪاليج عمرڪوٽ مان انٽر ڪيائين. جنهن کان پوءِ بي. اي ۽ اديب فاضل جون ڊگريون ورتائين. بعد ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري



مان ايم. بي. بي. ايس ڪري، ڊاڪٽريءَ جو پيشو اختيار ڪيائين. ڊاڪٽر اسد جمال پليءَ، هن وقت تائين ادبي دنيا ۾ پاڻ کي هڪ نثر نويس طور متعارف ڪرايو آهي. جنهن ۾ هن لطيفيات، سنڌي گرامر ۽ آثار قديمه بابت چڱو ڪم ڪيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "وليون وڻ ڦلاريا" (ترتيب)، "جيڪي آهي اڄ" (ترتيب)، "چنڊ جهڙا پرين" (ڪلام ولي محمد وفا، ترتيب) ۽ "وڙهيا، واڳيا، وليا" (صوفي صديق فقير سومري جي سوانح ۽ ڪلام جي ترتيب) ۽ "ڪيا ساٿ گ ساٿوڻ" (ڪلام ڪريم پلي، ترتيب) شامل آهن. سندس علمي ادبي خدمتن عيوض کيس "منٺار فقير اڪيڊمي اوارڊ" پڻ مليو آهي. هن شاهه جي مختلف سرن ۾ ڪم آيل بوليءَ جي صرفي ۽ نحوي بناوتن ۽ شاهه جي شاعريءَ ۾ سور جي فلسفي تي داد لائق تحقيقي ڪم ڪيو آهي. ان کان سواءِ پنهنجي والد مرحوم جا ڪيترا ڪتاب (1) پوليو پٽ وڻي (2003) (2) پتائي، جو مطالعو (2005ع) ۽ ٻيا ڪتاب ترتيب ڏئي ڇڏيا آهن. هن وقت قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**اسد چاچڙ:** نوجوان شاعر، نثر نگار اسدالله ولد محمد پريل چاچڙ 10 اپريل 1978ع تي ٻني عاقل ۾ جنم ورتو. زرعي يونيورسٽيءَ ٽنڊي ڄام مان ايم. ايس. سي ڪيائين ۽ 2003 کان 2005ع تائين اتان جي سنڌي ادبي سنگت شاخ جو سيڪريٽري پڻ رهيو. جڏهن ته



س. ا. س پني عاقل شاخ ۾ 1997ع کان وٺي اڄ تائين مختلف عهدن تي رهيو آهي. شاعري سان گڏ مضمون ۽ ڪالم به لکيائين جن جو وڏو تعداد مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل اٿس. 2003ع ۾ سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي سائنس بورڊ ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ رهيو. شاهه لطيف فائونڊيشن تعلقي پني عاقل جو سيڪريٽري جنرل، لڌا رام يادگار ڪاميٽي پنوعاقل جو ميمبر ۽ سرهاڻ فورم، پنوعاقل جو چيئرمين پڻ آهي. هو سماجي ڪمن ۾ پڻ سرگرم آهي. مختلف تنظيمن ۽ رسالن طرفان سرٽيفڪيٽ مليل اٿس. سندس مقالن ۽ خاڪن تي مشتمل ڪتاب "سڄڻ ماکيءَ ميٺ" ۽ شاعريءَ جو ڪتاب "بيت ٻسنتي باک" ڇپجي چڪو آهي.

**اسد سڪندر، ملڪ:** ملڪ اسد سڪندر، ڪوهستان ۾ آباد مختلف



قبيلن جو سردار ۽ ٿر جي باائر شخصيت آهي. ملڪ اسد 1968ع ۾ ڄائو. سندس والد ملڪ سڪندر خان به پنهنجي دور جو اهم سياستدان ۽ باائر شخصيت هو جيڪو هر پيري اٺيءَ تڪ مان چونڊن ۾ ڪامياب ٿيندو رهيو. هن پنهنجي سياسي سفر جي شروعات 1985ع ۾ ڪئي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. هو ان کان پوءِ پنهنجي تڪ ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ جڏهن به بيٺو ته ڪامياب ٿيو. هو محمد خان جوڻيجي صاحب جي حڪومت ۾ بيلي ڪاتي ۽ جهنگلي جيوت جو وزير رهيو. 1997ع جي چونڊن ۾ هو هڪ ئي وقت قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جي سيٽن تان ڪامياب ٿيو. بعد ۾ هن قومي اسيمبليءَ جي سيٽ ڇڏي، جنهن تي سندس گروپ جو ٿي پير بخش خاصخيلي ايم اين اي ٿيو. مشرف دور جي 2002ع واريون مڪاني ادارن جي چونڊن ۾ ضلعي ناظم دادو (ان وقت ڄامشورو دادو

ضلعي ۾ شامل هو) ۽ 2005ع ۾ ضلعي ناظم ڄامشورو چونڊيو ويو هو هو پنهنجي علائقي ۾ وڏو سياسي ۽ سماجي اثر رکندڙ شخصيت ڄيو وڃي ٿو. هاڻ (2009ع) ضلعي ڄامشوري جو ناظم آهي.

**اسد عابد، قاضي:** نامور صحافي ۽ سياستدان قاضي اسد عابد جو تعلق حيدرآباد جي مشهور قاضي خاندان سان آهي. سندس والد قاضي عبدالمجيد 'عابد' برک صحافي ۽ سياستدان رهيو آهي. قاضي اسد جو جنم حيدرآباد ۾ ٿيو انگلنڊ مان B.B.A جي ڊگري ورتل اٿس. سندس صحافتي خدمتن جي مڃتا طور 23 مارچ 2007ع تي کيس پاڪستان جي اعليٰ سول اعزاز "ستاره امتياز" سان نوازيو ويو.

سياست ۾ سندس تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهي. جنهن



جي ٽڪيٽ تان حيدرآباد واري تڪ تان ٻه ڀيرا قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. اخبارن جي مالڪن جي تنظيم "آل پاڪستان نيوز پيپرز سوسائٽيءَ" جو 9 ڀيرا جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو آهي. هن وقت سندس ڀيڻ ڊاڪٽر فهميده مرزا قومي اسيمبليءَ جي اسپيڪر آهي. قاضي اسد عابد جو پاڪستان جي سياست ۽ سرڪاري ادارن جي نمائندگيءَ ۾ انتهائي اهم ڪردار رهيو آهي. هن وقت سندس سياسي وفاداريون پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهن. ان کان علاوه عبرت گروپ آف پبليڪيشن جو ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر آهي.

هن گروپ آف پبليڪيشن ۾ روزاني عبرت، روزاني سنڌو، پندرهن روزه عبرت مئگزين، هفتيوار سنڌو، ماهوار هزار داستان شامل آهن. جڏهن ته هن کان اڳ عورتن جو رسالو ماهوار "ٻختاور". ٻارن جا رسالا "گرجڪ مرجڪ"، "گشتر" ۽ "عبرت بڪ ڪلب" به هن گروپ آف پبليڪيشن ۾ شامل هئا.

**اسُر:** اڌ رات کان پوءِ جو وقت، پره ڦٽيءَ کان اڳ جي مهل صبح صادق.

اسُر ٻن وقتن تي ٿيندو آهي: هڪڙو وڏو اسُر جيڪو اڌ رات کان ٿيو آهي. ٻيو صبح صادق وارو اسُر جنهن ۾ فجر واريءَ نماز جي تياري ڪبي آهي ۽ روزو رکبو آهي.

**اِسرا:** ڪلام پاڪ جي سترهين سورة، جنهن ۾ 111 آيت کان معراج جي واقعي جو آغاز ٿئي ٿو هن سورة ۾ اخلاق عاليه جي تعليم، قرآن جا فضائل ۽ ان جي آسماني ڪتاب هئڻ ۽ سچن جي مدلل دعويٰ موجود آهي. ان کان سواءِ هن سورة ۾ انساني روح جي ارتقا جا شرط ۽ اهڙيءَ طرح ان جي پستيءَ ۽ گمراهيءَ جا سبب ۽ حالتون به بيان ٿيل آهن.

**اسراڄ:** تاري خاندان جو هي ساز به صديون کان اڳ تنڌي ڪنڌ ۾ متعارف ٿيو بظاهر هي ساز سارنگي ۽ ستار جو سنگم نظر ايندو آهي. هن جي طبلي سارنگيءَ وانگر ۽ ڏنڊي ستار وانگر هوندي آهي. هي دلربا کان آڪار ۾ هلڪو ٿيندو آهي. ٻيو وڄائڻ ۾ دلربا وانگر هوندو آهي. اسراڄ سنگت توڙي علحدو وڄائڻ ۾ اچي ٿو هن جون تارون هيٺان کان ڳنڍين ۾ ويڙهيل ۽ سڌيون مٿي طبلي وٽ ڪِتل ٿين. تارون تعداد ۾ 14 آهن ۽ ايتراڻي پردا به ٿين هن کي سازيني ۾ گهٽ وڄايو ويندو آهي هي ساز گز سان وڄائبو آهي. منجهس به سٻتڪ (مدّر ۽ تار آستان) ٿيندا آهن. جيڪي طربن وسيلي ملايا ويندا آهن. ٻهريون پردو تيور مدّر، ٻيو پردو پنڇم، ٽيون پردو ڪومل ڌيوت، چوٿون پردو ڌيوت، پنجون پردو ڪومل نکاد، ڇهون پردو شڌ نکاد، ستون پردو کرج (سا)، اٺون شڌ رکب، نائون ڪومل گنڌار، ڏهون شڌ گنڌار، يارهون شڌ مدّر، ٻارهون تيور شڌ، تيرهون پنچم، چوڏهون ڪومل ڌيوت، پندرهون شڌ ڌيوت، سورهون شڌ نکاد، سترهون تار سپتڪ، ارڙهون تار سپتڪ جو رکب اوڻيهون تار سپتڪ جو گنڌار هن ۾ گرچڻ تارن تي ڦرندو آهي. وڄائڻ مهل ساز جو ڪوڪو گوڏي تي ۽ ان جي ڳچي ڪلهو ڪري کابي ڪلهي تي رکي ويندي آهي. هن وقت هي ساز ورلي وڄائڻ ۾ اچي ٿو ڇاڪاڻ ته نون سازن جي آسان وڄت ۽ گهڻي وسعت جي ڪري پراڻا ساز گهٽ وڄائڻ ۾ اچن ٿا. وچ لاءِ هڪ هٿ سان گز تارن تي ڦيرائبو آهي ته ٻئي هٿ جي آڱرين سان تارن کي ڇيڙي مطلوب سر حاصل ڪبو آهي. برصغير ۾ اوير ۽ وچ وارن علائقن ۾ خصوصا بنگلاديش ۾ وڌيڪ وڄايو وڃي ٿو.

**اسرار شام:** سنڌي ٻاراڻي ادب جي ناليواري ليکڪ ۽ صحافي اسرار شام جو جنم 29 مارچ 1954ع ڏاري تنڌي چانڊ جي هڪ علمي ادبي گهراڻي ۾ ٿيو سندس والد جو نالو حاجي محمد جمعو ميمڻ هو اسرار جو اصل نالو اسرار احمد



ميمڻ آهي. هو ابتدا ۾ روزاني "سنڌ نيوز" اخبار جو اسٽاف رپورٽر رهيو. بعد ۾ 1987ع کان وٺي سنڌي ٻارڙن لاءِ علمي، ادبي، ثقافتي، معلوماتي ۽ تفريحي ڪتابي سلسلو شروع ڪيائين. جنهن جو نالو "سنڌي ٻارڙا پبليڪيشن" رکيائين. هن وقت تائين ان ڪتابي سلسلي جا 60-70 کان وڌيڪ ڪتابڙا منظرعام تي اچي چڪا آهن. ساڳئي وقت ٻوقت سنڌي ٻارڙن لاءِ مختلف تفريحي پروگرامن جو بندوبست پڻ ڪندو رهيو آهي. سنڌي ۽ اردو اسٽيج ڊرامن جي فيلڊ ۾ به وڏو حصو ورتو اٿس. مشهور اسٽيج ناٽڪ "گولي لڳ" جي گولڊن جوبلي شو تي کيس سونو تاج پهرايو ويو. سندس طويل انٽرويوءَ تي مشتمل ڪتاب "آئون ڪرچاڻان" ڇپجي چڪو آهي. جڏهن ته پندرهن کان اڻ ڇپيل ڪتاب اٿس. سندس علمي ۽ ادبي ڪارنامن تي کيس مختلف سماجي تنظيمن طرفان ايوارڊ ۽ ٻيلا ڏنا ويا آهن.

**اسرافيل عليہ السلام:** حضرت اسرافيل عليہ السلام الله جو هڪ وڏو فرشتو آهي. مسلمانن جي عقيدي موجب حضرت اسرافيل عليہ السلام قيامت واري ڏينهن صور يا ناد ڦوڪيندو، ته دنيا جا سمورا ماڻهو مري ويندا. جڏهن ٻيو دفعو صور ڦوڪيندو ته سڀئي ماڻهو ٻيهر زنده ٿي ويندا. ۽ حشر واري ميدان ڏانهن پهچندا ايندا. جتي سندن عملن جو حساب ڪيو ويندو اهو عقيدو مسلمانن کان سواءِ عيسائين ۾ پڻ موجود آهي.

**اسراڻ، غلام محمد، خانبهادر:** خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ ولد عبدالله خان اسراڻ 1880ع ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم عربي ۽ فارسيءَ ۾ حاصل ڪيائين. ڪجهه درجا سنڌي پڻ پڙهيو. ٻاڻ عربي ۽ فارسي ٻوليءَ جو وڏو ڄاڻو هو سندس سنڌي خط و ڪتابت پڻ فارسي انداز ۾ هوندي هئي.

جوانيءَ جي عمر ۾ قدم رکڻ بعد سنڌ جي قديم روايتي سردارن، وڏيرن وانگر پنهنجو وقت ميلن، ملاکڙن، رڃ ڪتن جي مقابلي ۾ گذارڻ بدران دين ۽ سماجي ڀلائيءَ طرف لاڙو رکيائين. لچ لوفر ۽ چورن جو ته سخت مخالف هو سندس جنم ته اميراڻي گهراڻي ۾ ٿيو پر هو صاحب غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ همدرد، طبيعت جو درويش صفت انسان، سلجهيل سڀاجهڙو نيڪ مرد پنهنجي دور جي وڏي ڏاڪي وارو مڙس هو حق، سچ ۽ انصاف پسند هن فرشته صفت انسان جي هاڪ سڄي سنڌ ۾ هوندي هئي. اهوئي سبب هو جو ٻين ضلعن مان ماڻهو فيصلو ڪرائڻ لاءِ وٽس هلي ايندا هئا. هو صاحب راڄن جي آيل مهمانن

ڪي ماڻي به ڪارائيندو هو ته رهائيندو به هو پر هميشه فيصلا انصاف پريا



ڪندو هو فيصلن جي ڪري وٽس هر وقت لاڙڪاڻي شهر واري بنگلي تي ماڻهن جا هجوم هوندا هئا. پاڻ گهڻو ڪري ڳوٺ خيرپور جوسي واري ڪوٺ ۾ رهندو هو جتي به فيصلن لاءِ ماڻهن جا هجوم هوندا هئا. هن جي نيڪ عمل ۽ ڪردار سبب اها چوڻي مشهور هئي ته جيڪڏهن عزت سان رهڻو هجي ته خانبهادر اسراڻ جي پاڙي ۾ رهجي.

لاڙڪاڻي شهر ۾ خانبهادر غلام محمد اسراڻ جو بنگلو پٽن جي سردار واحد بخش خان پٽي سان گڏ هوندو هو ٻنهي جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هوندي هئي. هو سال 1920ع ۾ لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو ميمبر ۽ سر شاهنواز خان ڀٽو پهريون عوامي چونڊيل چيئرمين منتخب ٿيو. خانبهادر اسراڻ ضلعي ڪائونسل پاران تعليمي سرگرمين کي وڌائڻ لاءِ اسڪول بورڊ جو پهريون صدر چونڊيو. 1920ع کان 1933ع تائين ضلعي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. ڏهوڪي لاڙڪاڻي جي سياسي ماحول ۾ به وڏا سياسي گروپ هوندا هئا. سياست انهن ٻنهي گروپن ۾ ورهايل هئي. هڪ طرف سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ سندس خاص ساٿي خانصاحب امير علي لاهوري، خانبهادر اسراڻ ۽ ٻيا. ته ٻئي طرف خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ خاص ساٿي خانبهادر علي حسن خان هڪڙو، وڏيرو غلام عمر انڙ ۽ ٻيا هئا. نومبر 1920ع ۾ جڏهن لاڙڪاڻي مان خانبهادر اسراڻ، سر شاهنواز ڀٽو ۽ خانبهادر ڏاتي بخش بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جا ميمبر چونڊيا. ڏهن هر ٽن سالن بعد اليڪشن ٿيندي هئي ۽ وري 18 نومبر 1923ع تي اليڪشن ٿيڻي هئي. لاڙڪاڻي جي ٽن سيٽن تي سر شاهنواز ڀٽو، نواب امير علي لاهوري، خانبهادر اسراڻ، خانبهادر ڏاتي بخش جتوئي، پير حامد علي شاهه، خانصاحب ڪريم بخش جتوئي ۽ محمد ايوب کهڙو اميدوار بيٺا. هن موقعي تي سر شاهنواز ڀٽي ضلعي جي سردارن ۽ وڏيرن جو سنڌ مدرسي لاڙڪاڻي (هاڻوڪي گرلس ڪاليج) ۾ اجلاس منعقد ڪيو اجلاس ۾ نواب لاهوري ۽ نواب غيبي خان اڳوڻن ميمبرن کي وري چونڊجڻ لاءِ تجويز ڪيو ڪن وڏيرن کهڙي صاحب کي تجويز ڪيو پر اڪثريت سندس نالو قبول نه ڪيو مسٽر محمد ايوب کهڙو نوجوان تعليم يافته ۽ تازو سياسي ميدان ۾ آيو هو صاحب اليڪشن ۾ بيٺو سر شاهنواز ڀٽي لاڙڪاڻي جي وڏيرن جي اتحاد خاطر خانبهادر اسراڻ کي اليڪشن تان هٽ ڪڍايو وري قانوني لحاظ کان خانبهادر اسراڻ کهڙي صاحب خلاف هڪ پٽيشن به داخل ڪئي ته سندس عمر اڃا 23 سال آهي. پر هن موقعي تي سر شاهنواز ڀٽي ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ نواب غيبي خان چانڊيي وٽس بنگلي تي اچي پٽيشن واپس وٺڻ لاءِ گذارش ڪئي ته هن شريف انسان اها به واپس ورتي اهڙيءَ طرح سال 1930ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جون چونڊون ٿيون. ان وقت ڪائونسل آف اسٽيٽ جي چونڊ به ٿيڻ واري هئي. سردار واحد بخش خان پٽو ان اليڪشن ۾ علي بخش محمد حسين جي مقابلي ۾ اميدوار بيٺو پر صلح ٿيڻ تي خانبهادر اسراڻ بمبئي ڪائونسل جي ميمبريءَ تان هٿ ڪڍي اها جڳهه سردار واحد بخش پٽي کي ڏني. جڏهن ته 1930ع ۾ خانبهادر اسراڻ دادو مان اليڪشن کٽي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر بڻيو.

خانبهادر اسراڻ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ بابت انگريزن جي جوڙيل ايڊوائيزري ڪائونسل جو 1930، کان 1937ع تائين ميمبر رهيو انگريز سرڪار جي اعلان مطابق پهرين اپريل 1936ع تي سنڌ صوبو ٺهيو هو ۽ 31 جنوري 1937ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين اليڪشن ٿيڻي هئي. خانبهادر اسراڻ ڪمپ ميهڙ واري تڪ تان فتح حاصل ڪري دادو ضلعي مان ميمبر سنڌ اسيمبلي چونڊجڻ جو اعزاز حاصل ڪيو سياسي لحاظ کان خانبهادر هر اليڪشن ۾ سوڀ ماڻي. لڳاتار ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي ۽ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل کان علاوه پهرين سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر منتخب ٿيڻ مان سندس شخصيت جي مقبوليت جو اندازو لڳي ٿو سياسي لحاظ کان پهرين سر شاهنواز خان ڀٽي سان ويجهو رهيو پر پوءِ خانبهادر محمد ايوب کهڙي سان لاڳاپا رهيس.

سنڌ جي هن اهم مدبر سياستدان ۽ نيڪ مرد، 5 مئي 1952ع تي اٽڪل 72 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس اولاد ۾ ٻه پٽ غلام مصطفيٰ خان ۽ روشن علي خان اسراڻ مختلف وقتن تي ضلعي لوڪل ڪائونسل ۾ مختلف عهدن تي منتخب ٿيندا رهيا. سندس پوٽو غلام مجتبيٰ خان 1979ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو چيئرمين ۽ 1988-1993- 1997ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قمبر مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو.

سندس پوٽو ضياءُ الدين خان 1978ع ۾ سنڌ نيشنل فرنٽ جي پليٽ فارم تان ضلعي ڪائونسل جو وائيس چيئرمين چونڊيو ويو. ٽيون پوٽو سرفراز الدين سال 1990ع ۾ ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي جو وائيس چيئرمين چونڊيو ويو. چوٿون پوٽو غلام مجدد اسراڻ سيڪريٽري ٽو سنڌ گورنمينٽ، چيئرمين اينٽي ڪرپشن اسٽيبلشمينٽ ۽ وفاقي گورنمينٽ جي اهم عهدن تي فائز رهيو. غلام مجدد اسراڻ هن وقت پيپلزپارٽي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو آهي.

**اِسرائيلَ:** حضرت يعقوب عليہ السلام جو اصل نالو (بني اسرائيل حضرت يعقوب جو اولاد، يهودي).

هن نالي سان 14 مئي 1948ع تي فلسطين جو نئون ملڪ وجود ۾ آيو. جيڪو اُردن" ملڪ مان ڪٽي الڳ ڪيو ويو هو اسرائيل ۾ اڪثريت يهودين جي آهي.

**اسرا يونيورسٽي:** اسرا اسلامڪ فائونڊيشن' حيدرآباد شهر ۾ هڪ نئين يونيورسٽي قائم ڪئي آهي. جيڪا شهر کان ٻاهر هالا روڊ تي، ساڄي سڄي



ايڪڙن ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هيءَ هڪ خودمختيار ۽ آزاد يونيورسٽي آهي جيڪا پرائيويٽ سيڪٽر ۾، سنڌ اسيمبلي جي منظوريءَ سان ڪم ڪري رهي آهي. شروعات ۾ هن يونيورسٽيءَ ۾ طب جو شعبو قائم ڪيو ويو هو. جنهن ۾

ايم. بي. بي. ايس لاءِ 1997ع ۾ داخلائون شروع ٿيون. هن شعبي جي هڪ شاخ طور اکين جي علاج جو ادارو ڪم شروع ڪري چڪو آهي. ٻي شاخ طور 72 بسترن واري هڪ ٽن منزلن واري يونيورسٽي اسپتال به کلي چڪي آهي. جنهن ۾ هر طرح جون سهوليتون موجود آهن وقت سان گڏ ٻين علمن ۽ فنن جا شعبا قائم ڪيا ويا آهن جن ۾ ڏندسازي، انتظاميه، ڪمپيوٽر سائنس، بزنس ائڊمنسٽريشن چانسلر ڊاڪٽر اسدالله قاضي آهي. يونيورسٽيءَ جي ملڪيت ۽ انتظام جو اختيار "اسرا اسلامڪ فائونڊيشن" وٽ آهي. خود فائونڊيشن جو پنهنجو انتظام هڪ 9 ميمبرن جي مجلس جي هٿ ۾ آهي.

**اسرول/ آسرول** (ٻوٽي): هن ٻوٽيءَ جو ٻوٽو ٽي فوٽ اوچو ٿيندو آهي. پن ٻه ٽي انچ ڊگها ۽ هڪ انچ ويڪرا ٿيندا اٿس. جيڪي ڳاڙهن مرچن جي پنن سان ملندڙ جلندڙ هوندا آهن. هن جون ڪيترين ئي شاخون ٿينديون آهن ۽ هر شاخ جي چوٽيءَ تي گلن جو گهاٽي نارنگي رنگ جو ڇڳو هوندو آهي. جنهن ۾ ڪاري رنگ جو مٽر جي برابر ٻج سرجندو آهي. ان ٻوٽي جي پاڙ زمين ۾ اونهي هوندي آهي ۽ اها دوا طور استعمال ٿيندي آهي. ان جو سواد ڪڙو هوندو آهي.

**اسفند يار ولي**: اسفند يار ولي خان، سرحد صوبي جي هاڪاري سياسي گهراڻي مان آهي ۽ هن وقت عوامي نيشنل پارٽي (اي اين پي) جو سربراهه آهي.



سندس والد خان عبدالولي خان ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين ملڪ جي قومپرست ۽ ترقي پسند سياست تي ڇانيل رهيو. سندس ڏاڏو خان عبدالغفار خان برصغير جي صف اول جو سياستدان ۽ ڪانگريسي هو. کيس "سرحدي گانڌي" سڏيو ويندو هو. خان عبدالغفار خان پنهنجي صوبي ۾ سرخپوش تنظيم ٺاهي هئي. ولي خان ۽ اسفند يار ولي ان تنظيم جي بنياد تي ئي سياست ڪندا رهيا.

اسفند يار ولي 19 فيبروري 1949ع تي باغ ولي ضلعي چارسده صوبي سرحد ۾ ڄائو. هن ايم. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪئي. هو 1990ع ۾ صوبائي، 1993ع ۾ قومي اسيمبلي، 1997ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ 2005ع ۾ سينيٽر رهيو آهي. هو 2008ع جي چونڊن ۾ ٻيهر قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

اسفند يار ولي هن وقت پختون قومپرستيءَ واري سياست ڪري رهيو آهي ۽ سندس پارٽي اي اين پي جي سرحد صوبي ۾ حڪومت آهي ۽ وفاق ۽ سنڌ صوبي ۾ پيپلز پارٽيءَ سان اتحادي طور حڪومت ۾ شامل آهي.

**اسڪاٽش چرچ (سينٽ انڊريوز چرچ)**: هيءَ گرجا گهر ڪراچي، صدر ۾ جهانگير پارڪ جي سامهون واقع آهي. هن چرچ جي عمارت انتهائي خوبصورت آهي. هن گرجا گهر جو سنگ بنياد 1867ع ۾ بمبئي فوج جي ڪمانڊر انچيف، سر رابرٽ نيپيئر رکيو. هن گرجا گهر جي ٽاور جي اوچائي 65 فوٽ آهي ۽ هن گرجا گهر جو احاطو ٻن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. جنهن ۾ خوبصورت باغ آهي. هن گرجا گهر ۾ 400 ماڻهن جي ويهڻ ۽ عبادت ڪرڻ جي گنجائش موجود آهي.

**اسڪالرز اڪيڊمي**: نامور، عالم، اديب ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ياد ۾ "محمد عثمان ڏيپلائي ٽرسٽ" پاران هن تعليمي ۽ ثقافتي اداري کي سن 2003ع ڌاري قاسم آباد حيدرآباد ۾ قائم ڪيو ويو.



اداري جو افتتاح اُن وقت جي وزير تعليم سنڌ ڊاڪٽر حميده کهڙو ڪيو. اڪيڊميءَ جو اعزازي پرنسپال محمد علي ڏيپلائي آهي ۽ وائيس پرنسپال محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي پوٽي مسز رقيه رياض آهي.

**اسڪاءِ لئب** (Sky lab): آسماني تجربيگاهه. جيڪا آمريڪا جي 'ناسا' مرڪز مان 14 مئي 1973ع تي خلا ۾ اماڻي وئي. اسڪاءِ لئب اُن آمريڪي تحقيقاتي اداري 'ناسا' پاران ٺاهي وئي هئي. جنهن جو مقصد 'آسمان' جي چاڪ کي زمين ڏانهن موڪلڻ هو. اسڪاءِ لئب به ماڙ منزل جيان ٺهيل هئي. جنهن ۾ تجربي جون سموريون شيون رکيون ويون هيون. اها اسڪاءِ لئب ائن سالن لاءِ مٿي فضا ۾ رهڻي هئي. پر فني خرابيءَ سبب ڇهه سال گذرڻ کان پوءِ 16 جولاءِ 1979ع ۾ آسٽريليا جي هڪ سنسان علائقي ۾ اچي ڪري هئي.



**اسڪائوٽ تحريڪ جو باني**: اسڪائوٽ تحريڪ جو باني لارڊ بيڊن پاول 22 فيبروري 1857ع تي هڪ انگريز آفيسر جي گهر ۾ انگلنڊ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1874ع ۾ سينئر ڪيمبرج جو امتحان پاس ڪيائين ۽ ڪميشن پاس ڪرڻ کان پوءِ فوج ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. هن کي 1899ع ۾ آفريڪا ڏانهن موڪليو ويو. جو ته اتي آفريڪا جي علائقي ميفيڪنگ ۾ ٻوئر نالي قبيلي بغاوت ڪئي هئي. هن کي اها بغاوت ختم ڪرڻ جو منصوبو سونپيو ويو هو. هن وڏيءَ رٿابنديءَ سان اُن بغاوت کي ختم ڪيو. هن اُن لاءِ اتي فوج کي ٽن حصن ۾ ورهايو. پهرئين حصي ۾ جوان فوجي رکيائين. ٻئي حصي ۾ اڌڙوٽ عمر جا فوجي رکيائين ۽ ٽئين حصي ۾ رسد پهچائڻ لاءِ ڪراڙا فوجي ۽ ٻار رکيائين. هڪ ڏينهن باغين لارڊ بيڊن پاول کي گهيري ۾ آندو. کيس ۽ سندس فوج کي قلعي بند ڪري ڇڏيو. قلعي ۾ جيئن ئي هيءُ سوچ ۽ فڪر ۾ ويٺو هو ته هن ڏٺو ته هڪ ننڍي ڇوڪري باغين جي مورچن مان نڪري آئي. هن کي هڪ فوجي آفيسر جو پيغام پهچايو جنهن ۾ گهيري ٽوڙڻ جو پلان هو. هن ان تي عمل ڪري گهيري کي ٽوڙي وڌو ۽ فوج سان 1901ع ۾ اها بغاوت ختم ڪري ڇڏيائين. هن ان عمل تي سوچيندي ٻارن کي باقاعدي تربيت ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جنرل جي عهدي تان استعيفيٰ ڏني. انگلنڊ جي براؤن سي جزيري ۾ دنيا جي پهرين اسڪائوٽ ڪئمپ لڳائي. ان ۾ فقط 120 اسڪائوٽن شرڪت ڪئي. ان کان پوءِ 1908ع ۾ ڪتاب اسڪائوٽنگ فار بوائز لکيائين. 1920ع ۾ دنيا جي پهرين اسڪائوٽ جمبوري انگلنڊ ۾ لڳي. جنهن ۾ لارڊ بيڊن پاول کي دنيا جو پهريون چيف اسڪائوٽ چونڊيو ويو. هيءُ تاحيات اسڪائوٽ رهيو ۽ آخر ۾ 83 سالن جي عمر ۾ 8 جنوري 1941ع تي آفريڪا ۾ گذاري ويو. سندس مقبرو ڪينيا ۾ آهي. (وڌيڪ ڏسو اسڪائوٽنگ)

**اسڪائوٽ رهبر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غلام حسين محمد ابراهيم مهر عليءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ اسڪائوٽنگ بابت ڄاڻ ڏنل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 90 آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. شوقيرام ڏرمداس، ڀهريون ڇاپو، فائين پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1943ع ۾ شايع ڪيو.

**اسڪائوٽنگ**: نوجوانن جي هيءَ سڀ کان وڏي، منظم، فعال، غيرسياسي ۽ بين الاقوامي تنظيم آهي. جنهن جو پهريون مقصد نوجوانن ۾ خوداعتمادي ۽ خدمت جو جذبو اُڀارڻ ۽ ان وسيلي منجهن ملڪ ۽ قوم لاءِ مفيد، باڪردار ۽ قابل فخر شهري بڻجڻ جي اُمنگ پيدا ڪرڻ هو. هن تحريڪ جو باني لارڊ بيڊن پاول (1857ع –1941ع) هو. جڏهن پاڪستان ٺهڻ جو اعلان ٿيو ته ان وقت فرانس ۾ ڇهين عالمي اسڪائوٽ جمبوري ٿي رهي هئي.



پهرين سيپٽمبر 1947ع تي ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي اسڪائوٽ ليڊرن جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ پاڪستان بواءِ اسڪائوٽ ائسوسيئيشن ناهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. 22 ڊسمبر 1947ع تي گورنر جنرل هائوس ڪراچيءَ ۾، قائداعظم محمد علي جناح پاڪستان جي پهرئين چيف اسڪائوٽ جي عهدي جو قسم کنيو. ملڪ جو سربراهه ملڪ جو چيف اسڪائوٽ، ۽ صوبائي گورنر، صوبي جو چيف اسڪائوٽ ٿيندو آهي. سنڌ مان سيد غوث علي شاهه چيف اسڪائوٽ ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه 10 سالن تائين پاڪستان اسڪائوٽس ائسوسيئيشن جو نئشنل ڪمشنر رهيو.

تنظيمي معاملن کي بهتر هلائڻ لاءِ، پاڪستان بواءِ اسڪائوٽس ائسوسيئيشن کي نون (9) علائقن ۾ ورهايو ويو. جن ۾ سنڌ، پنجاب، سرحد، بلوچستان، آزاد ڪشمير، پاڪستان ريلوي، پي. آءِ. اي. فاٽا ۽ اسلام آباد شامل آهن.

اسڪائوٽ تحريڪ ۾ عمر جي حساب سان اسڪائوٽن کي ٽن شعبن ۾ ورهايو ويو آهي. 7 سالن کان 11 سالن جي عمر وارن ٻارن کي "شاهين اسڪائوٽ"، 11 سالن کان 17 سالن جي عمر وارن نوجوان کي "بواءِ اسڪائوٽ" ۽ 17 کان 25 سالن جي عمر وارن کي "روور اسڪائوٽ" سڏيو ويندو آهي. هن وقت پاڪستان ۾ تقريباً چار لک اسڪائوٽ ۽ اسڪائوٽ ليڊر موجود آهن.

**اسڪائوٽنگ ڇا آهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سوبراج چيتن مل جو ترجمو ڪيل آهي. جيڪو ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي. ڪتاب ۾ صفحا 32 آهن. اي. آر. لالواڻيءَ، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇاپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، لالا شيوارام، اسڪائوٽنگ ائسوسيئيشن، حيدرآباد جي طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسڪندر مرزا**: ميجر جنرل اسڪندر مرزا 13 نومبر 1899ع ۾ ڄائو. 6 آڪٽوبر 1955ع کان 23 مارچ 1956ع تائين پاڪستان جو گورنر جنرل، 23 مارچ 1956ع کان 27 آڪٽوبر 1958ع تائين ملڪ جو صدر رهيو. سيد اسڪندر مرزا 13 نومبر تي مرشد آباد بنگال ۾ ڄائو هو. سيد محمد فتح علي جو پٽ هو. جيڪو بنگال جي آخري نواب منصور علي خان جو پوٽو هو. ائين اسڪندر مرزا جو شجرو مير جعفر سان ملي ٿو. سنڌس ننڍپڻ بمبئي ۾ گذريو. شروعاتي تعليم ايلفنسٽن ڪاليج مان ۽ پوءِ بمبئي يونيورسٽي مان حاصل ڪئي. بعد ۾ رائل ملٽري اڪيڊمي سئينڊهرسٽ مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد



برطانوي فوج ۾ شامل ٿيو ۽ مختلف علائقن ۾ فرض انجام ڏيندو رهيو. ڪجهه سال فوج ۾ نوڪري ڪرڻ بعد هو سول سروس ۾ شامل ٿيو. مختلف قبائلي علائقن ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ طور نوڪري ڪرڻ بعد 1946ع ۾ پهرين جوائنٽ ڊفينس سيڪريٽري ۽ پوءِ ڊفينس سيڪريٽري ٿيو. برٽش انڊين آرميءَ کي انڊين ۽ پاڪستان آرميءَ ۾ ورهائڻ ۾ هن اهم ڪردار ادا ڪيو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ اسڪندر مرزا کي هن نئين ملڪ جو سيڪريٽري دفاع مقرر ڪيو ويو. 1954ع ۾ ڪيس هنگامن ۽ سياسي بيچيني روڪڻ لاءِ اوڀر پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جڏهن محمد علي بوگرا وزير اعظم ٿيو ته پاڻ وزير داخلا ٿيو. 1955ع ۾ قائم مقام گورنر جنرل ٿيو. سندس ئي دور ۾ اوڀر پاڪستان کي اولهه پاڪستان سان برابري ڏيڻ جي نالي ۾ اولهه پاڪستان جي سمورن صوبن کي ملائي ون يونٽ ناهيو ويو. اسڪندر مرزا ون يونٽ جو وڏو حامي هو ۽ ذاتي طور مذهب کي رياستي معاملن کان ڌار رکڻ ۾ ويساهه رکندڙ هو. ان جي باوجود 1956ع ۾ هن جو جهڪاءُ مذهب ڏانهن گهڻو هو. اسڪندر مرزا جڏهن گورنر غلام محمد کي هٽائڻ بعد گورنر جنرل ٿيو ان زماني ۾ هن ٻي شادي ناهيد مرزا سان ڪئي. ناهيد مرزا ايراني خاتون هئي. جيڪا ان کان اڳ ايران ۾ پاڪستان جي فوجي اتاشي جي زال هئي.

1956ع ۾ جڏهن پاڪستان جو پهريون آئين ٺهيو ته اسڪندر مرزا ملڪ جو پهريون صدر ٿيو. سندس صدارت جي ٻن سالن دوران ملڪ سخت سياسي انتشار جو شڪار رهيو. ٻن سالن جي عرصي ۾ چار وزيراعظم آيا. 1958ع ۾ جڏهن اسڪندر مرزا ڏٺو ته 1956ع جو آئين ملڪ ۾ گهوٽالي جو ڪارڻ بڻجي رهيو آهي ته هن ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪيو. هن ايوب خان کي ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو. ڪجهه ئي ڏينهن ۾ ايوب خان اسڪندر مرزا کي هٽائي پاڻ مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ٿي ويو. اسڪندر مرزا کي جلا وطن ڪيو ويو. ڪيس پهرين زال مان ٻه پٽ ۽ چار ڌيئرون آهن. جڏهن ته ٻي زال ناهيد مان ڪوبه اولاد نه ٿيس.

مرزا 1969ع ۾ وفات تائين لنڊن ۾ جلا وطني جي زندگي گذاري. سندس وفات وقت يحيٰ خان جي فوجي حڪومت هئي. جنهن سندس ميت پاڪستان آڻڻ ۽ دفنائڻ جي اجازت نه ڏني. بعد ۾ سندس لاش تهران نيو ويو. جتي شاهه ايران حڪومت جي سربراهه وانگر سندس تدفين ڪئي.

**اسڪول جو انتظام ۽ تعليم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. جنهن ۾ تعليم جي بنيادي اصولن ۽ اسڪول جي انتظام رکڻ جا اصول بيان ڪيا ويا آهن. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 103 آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. محمد يوسف، هيءُ ڪتاب مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان سال 1932ع ۾ ڇپيو.

**اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان جا سوال جواب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبندرام همت سنگهه ناٿانيءَ جو ورهاڱي کان اڳ لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 180 آهن ۽ قيمت 28 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب، چندن پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان ڇپيو ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل ناهي.

**اسڪول ۽ تعليم جو نظام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد اسماعيل عرسانيءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد واري ڪتاب ۾ صفحا 188 آهن. قيمت 5 روپيا اٿس. محمد اسماعيل عرسانيءَ ۽ سيد قادربخش شاهه بخاريءَ، ڀهرون ڇاپو، فردوس پريس، حيدرآباد مان سال 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام** : لغوي معنيٰ آهي صلح، سلامتي، اطاعت. ظاهري ۽ باطني عيبن کان پاڪ رهڻ اهو انهيءَ دين جو نالو آهي، جيڪو الله پاڪ سچن رسولن ۽ هادين جي ذريعي انسانن جي هدايت لاءِ موڪليو آهي. انهيءَ جو آخري، مڪمل ۽ مقدس دين اهو آهي، جيڪو قرآن شريف جي شڪل ۾ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي نازل ٿيو شرعي لحاظ سان اسلام جو مطلب آهي: خدا جي احڪامن جي، جيڪي قرآن شريف ۾ آيا آهن بنا شڪ شبهي جي دل جي خلوص سان اطاعت ڪرڻ بين لفظن ۾، ڪتاب ۽ سنت جي تعليمات تي عمل پيرا رهڻ اسلام آهي. نبي سڳورو صلي الله عليه وسلم جيڪا شريعت دائمي هدايت لاءِ کڻي آيو اها چئن عنوانن جو مجموعو آهي: عقائد، عبادت، معاملات ۽ اخلاق. (1) بندي ۽ خالق جي وچ ۾ تعلق واضح ڪرڻ وارا احڪام. جيڪي ذهني ۽ قلبي حالتن سان واسطو رکن ٿا. اهي "عقائد" چئبا. ۽ انهن تي ثابت قدم رهڻ کي "ايمان" چئبو آهي. (2) جن احڪامن جو تعلق بندي جي جسم ۽ مال سان آهي، اهي "عبادت" آهن: يعني نماز ۽ روزو، جسماني عبادتون آهن. زڪوات مالي ۽ تمدني عبادت ۽ "حج" مالي، جسماني ۽ تمدني عبادت. ان طرح ڪلمي، نماز، روزي، زڪواة ۽ حج کي اسلام جو بنياد قرار ڏنو ويو آهي. (3) جيڪي احڪام، بندي ۽ سندس درميان آهن. يا ٻيءَ مخلوق جي باري ۾ آهن. انهن کي قانوني حيثيت هجي ته "معاملات" جي دائري ۾ اچن ٿا ۽ (4) جيڪڏهن انهن جي حيثيت روحاني نصيحتن ۽ پاڻيءَ واري هجي ته اهي "اخلاق" جي دائري ۾ اچن ٿا.

نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته "آءٌ فضائل اخلاق جي تڪميل لاءِ آيو آهيان". پهرئين عنوان کي "ايمان" ۽ باقي ٽنهي جو مجموعو "عمل صالح" آهن. عمل صالح جا ٽي ڏاڪا آهن: (1) خدا جي اڳيان بندي جو اظهار عبديت ۽ ان جي احڪامن جي تعميل يعني عبادت؛ (2) ٻندن ۽ ٻيءَ مخلوق سان ڪاروباري معاملن ۾ الاهي احڪام جي پابندي يعني "معاملات"؛ (3) ٻندن ۽ ٻيءَ مخلوق سان محبت ۽ نيڪيءَ وارو ورتاءُ يعني "اخلاق".

مختصر طرح، "اسلام" جي اها وصف، اسلام جي مڪمل ترين شڪل آهي.

**اسلام**[2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب پڻ آهي. جنهن جو مترجم جيٺمل پرسرام گلراجاڻي آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 4 آنا ۽ صفحا 67 آهن. ٽنڊو آشرم، حيدرآباد طرفان، بلشوٽڪسڪي پريس، حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو ويو.

**اسلام**[3] (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيو ڪتاب مولوي عبداللطيف جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 32 آهن. قيمت ۽ ڇاپو ڄاڻايل ناهي. حڪيم حنيف، حميد پريس، ڪراچيءَ مان سال 1913ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام آباد** : پاڪستان جو وفاقي گاديءَ جو هنڌ. جيڪو راولپنڊيءَ کان 16 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هي شهر خاص طور رٿابنديءَ سان وفاقي گادي ڪرڻ لاءِ ٺهرايو ويو هو جيڪو، سمنڊ جي سطح کان 1650 کان 2000 فوٽ اتاهينءَ تي مرگلا ٽڪرين ۾ آباد آهي. هن شهر جي اڏاوت 1961ع ۾ شروع ٿي ۽ 1967ع ۾ تڪميل تي پهتي. هيءُ شهر 350 چورس ميلن تي پکڙيل آهي. هتي حڪومتي انتظام هلائڻ لاءِ وفاقي سيڪريٽريٽ جون عاليشان عمارتون آهن ايوان صدر ۽ پارليامينٽ هائوس پاڻ ۾ لڳولڳ آهن انهن جي ويجهو صدارتي محل، اسٽيٽ بئنڪ ۽ قومي اسيمبليءَ جون عمارتون آهن. ثقافتي سيڪٽر ۾ نئشنل لائبريري، نئشنل ميوزيم، آرٽس



ڪائونسل ۽ ريڊيو پاڪستان جون عمارتون آهن. ڪاروباري لحاظ کان هتي سپر مارڪيٽ، جناح مارڪيٽ، ستاره مارڪيٽ ۽ ميلوڊي وغيره آهن اسلام آباد جي ڪاروباري زندگيءَ ۾ بلو ايريا کي هڪ خاص مقام حاصل آهي. اسلام آباد جو مرڪزي ۽ تعمير جي لحاظ کان سڀ کان پهريون ۽ مشهور عوامي چوڪ "آب پاره" آهي. جنهن کي اسلام آباد جي دل چيو ويندو آهي. هتي فن تعمير جو شاهڪار فيصل مسجد آهي. جنهن جي ڊزائن ترڪيءَ جي مشهور معمارن ناهي هئي. اسلام آباد ۾ انٽرنئشنل اسلامي يونيورسٽي، نئشنل يونيورسٽي آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجي، يونيورسٽي آف ماڊرن لئنگئيجز، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي ۽ قائداعظم يونيورسٽي مشهور درسگاهون آهن. اسلام آباد جي معروف تربيت گاهن ۾ نيوڪليئر انسٽيٽيوٽ، اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ، گورنمينٽ پولي ٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ، هائڊرو ڪاربن انسٽيٽيوٽ، نئشنل انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن وغيره شامل آهن. مقتدره قومي زبان، اڪادمي ادبيات پاڪستان ۽ لوڪ ورثي جا ادارا ۽ اشاعت گهر به اسلام آباد جا معروف سرڪاري ادارا آهن. اسلام آباد جي سير تفريح وارين جاين ۾ شڪر پڙيان، راول ڊئم، دامن ڪوهه، اسلام آباد پارڪ، عوامي مرڪز، نوري شاهان، بري امام جو مقبرو، مرغزار ۽ 50 ايڪڙن تي پکڙيل روز اينڊ جيسمين گارڊن وغيره ذڪر لائق آهن. هيءُ شهر خوبصورتيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. اقوام متحده جي اڳوڻي سيڪريٽري جنرل ٿوٿانٽ، هن شهر کي "ايشيا جو برازيل" ڪوٺيو هو جولاءِ 1980ع ۾ هن شهر کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو.

**اسلام آباد**[2] : هن نالي سان سنجهوري، ڍرڪيءَ ۽ ڪنڊڪوٽ ۾ جدا جدا ڳوٺ آباد آهن. تعلقي سنجهوري جي ديهه "جمڙائو-41" ۾ آباد ڳوٺ ۾ رهندڙن جو تعداد 2 سئو جي لڳ ڀڳ آهي. هتي پرائمري اسڪول آهي. هن ڳوٺ کي "ٻناڻن جي ڳوٺ" جي نالي سان پڻ سڏيو آهي. ٻيو ڳوٺ تعلقي ڍرڪيءَ جي ديهه "گهيڙلي" ۾ آباد آهي. جنهن ۾ ڏيڍ سئو ماڻهو رهندڙ آهن. ٽيون ڳوٺ تعلقي ڪنڊڪوٽ جي ديهه "ملوڪان" ۾ آباد آهي. جتي 250 ماڻهو رهندڙ آهن. حيدرآباد شهر ۾ به اسلام آباد نالي هڪ پاڙو يا محلو موجود آهي.

**اسلام تي مقدمو** (ڊرامو): نعيم صديقيءَ جو لکيل اردو ۾ ڊرامو جنهن کي محمد عثمان ڏيپلائيءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري هفتہ وار 'عبرت' جي هڪ خصوصي شماري ٻئين جنوري 1949ع ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو. ڪتاب ۾ 98 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ انس. اسلاميہ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپيو.

**اسلام پور**: هن نالي سان سنڌ جي جدا جدا ضلعن ۾ هيٺيان پنج ڳوٺ آباد آهن: هڪڙو ڳوٺ تعلقي ٽنڊي الهيار جي ديهہ "ٻلغائيءَ" ۾ آباد آهي. جنهن جي آدمشماري 500 کان مٿي ٿيندي. ٻيو ڳوٺ دادو تعلقي جي ديهہ "ڪينجهر" ۾ آباد آهي. جنهن ۾ رهندڙن جو تعداد 600 آهي. ٽيون ڳوٺ تعلقي ۽ ديهہ "رتي ديري" ۾ آباد آهي. جنهن جي آبادي چار پنج سئو کن آهي. چوٿون ڳوٺ تعلقي ساماري جي ديهہ "ڪنڊياريءَ" ۾ آباد آهي. جنهن ۾ اٽڪل هزار ماڻهو رهندڙ آهن. پنجون ڳوٺ تعلقي ساماري جي ديهہ "چاچڙي" ۾ آباد آهي. جنهن ۾ ٻہ سئو کن ماڻهو رهندڙ آهن. انهن سڀني ڳوٺن ۾ پرائمري اسڪول موجود آهن.

**اسلام جا ٽيهتر فرقا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 18 آهن ۽ قيمت چار آنا ڄاڻايل آهي. اداره قليچ بيگ حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پنجتني اماميہ اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**اسلام جو تمدني نظام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قاضي محمد عليءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 89 آهن. ڇاپو پهريون. قرآن پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇپيو.

**اسلام جو سياسي نظريو (تحقيق)** (ڪتاب): مولانا ابو الاعليٰ مودوديءَ جي اردو ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو محمد عثمان ڏيپلائيءَ سن 1949ع ۾ ڪري اسلاميہ پرنٽنگ پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب ۾ 58 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا اٿس.

**اسلام جي سرحد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ مولانا ابوالاعليٰ مودوديءَ جو لکيل آهي. جنهن جو سنڌي ترجمو محمد عثمان ڏيپلائيءَ ڪيو. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ صفحا 42 آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. مطبوعات جماعت اسلامي سکر طرفان شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو محمد عثمان ڏيپلائيءَ 1945ع ۾ آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**اسلام جي مشهور بزرگ هستين جو احوال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالرزاق قاضيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 219 صفحا آهن ۽ قيمت سوا ٻہ رپيا ڄاڻايل آهي. اورينٽل پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ وارن هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سول ۽ ملٽري گزيٽ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**اسلام ڇا آهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، حاجي محمد يعقوب پيربخش ٻرڙي ترجمو ڪيو. جيڪو آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد. ڪرائون سائيز ۾ شايع ڪرايو. ڪتاب ڪچي جلد سان 262 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ڇپجڻ جو سال لکيل ناهي.

**اسلام ڇا آهي**[2] (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو ڪتاب فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 35 آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. اداره تبليغ الاسلام حيدرآباد. آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو.

**اسلام ڇاڻو ڳهري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 80 آهن ۽ قيمت 14 آنا ڄاڻايل آهي. اداره تبليغ الاسلام، حيدرآباد طرفان آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ شايع ٿيو.

**اسلام حقيقي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد هاشم لاڙڪائيءَ خواجي جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 47 آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. خواجہ محمد هاشم لعل محمد. ڇاپو پهريون. هاري حقدار پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڇپايو.

**اسلامڪ ڪلچر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سيد محمد سعيد ۽ سيد محمد شوڪت جو گڏجي لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 209 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. جيڪو آر. ايچ احمد اينڊ برادرس، مدينہ پريس حيدرآباد مان 1966ع ۾ شايع ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو جنهن ۾ 102 صفحا آهن ۽ قيمت پوڻا ٻہ رپيا آهي. نيوگرين پريس، حيدرآباد مان 1968ع ۾ ڇپيو.

**اسلامڪ ڪلچر**[2] (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيو ڪتاب ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 176 صفحا آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڄاڻايل آهي. عجائب اسٽور سکر هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌ نئشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1972ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1973ع ۾ شايع ٿيو.

**اسلام ڪوٽ**: اسلام ڪوٽ ضلعي ٿرپارڪر جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. جيڪو مٺي ۽ ننگرپارڪر جي وچ تي واقع آهي. هيءُ شهر اڳ ۾ 'ٻبا' ذات جي نڪرن (راجپوتن) جي اڪثريت هئڻ سبب "ٻبکي" پڻ سڏبو هو. هتي ٽالپرن پنهنجي دور ۾ هڪ قلعو جوڙايو هو ۽ انهن ئي هن شهر تي "اسلام ڳڙهہ" جو نالو ڏنو. پر اهو قلعو پوءِ ڊهي ويو ۽ بعد ۾ اسلام ڪوٽ سڏجڻ لڳو. هن وقت انهيءَ شهر جون ڪيترئي جايون ان قلعي جي سرن مان ٺهيل آهن.

اسلام ڪوٽ ۾ ٺڪر، سوٿهڙ، لوهاڻا، برهمڻ، مينگهواڙ، نائي، سونارا، ڪنڀر، بجير، مگهڻهار ۽ ڪولهي وغيره رهن ٿا. لوهاڻا، ٽالپرن جي وقت کان رهندڙ آهن جيڪي لاڙ کان لڏي آيا هئا. جيڪي واپار جي ڪرت سان لاڳاپيل آهن. مشهور سماجي شخصيت سيٺ نهالچند پڻ هتان جي لوهاڻا برادري مان هو. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري اسڪول، گورنمينٽ هاءِ اسڪول (گرلس)، گورنمينٽ هاير سيڪنڊري اسڪول (بوائز)، ٽيليفون ايڪسچينج آفيس، پوسٽ آفيس، پوليس ٿاڻو، نيشنل بئنڪ جي شاخ، ٽائون ڪاميٽي، عجائب گهر، جانورن جي اسپتال، ڏڪ ۽ مسافرخانو موجود آهن. هتي سنت نينو رام جو وڏو آشرم پڻ آهي. جتي روزانو سوين غريب ماڻهن ۽ غريب اسڪولي شاگردن کي مفت لنگر کارايو ويندو آهي. هن آشرم جو شيوادار سنت خوشحال داس آهي. هتي جانورن لاءِ مفت چارو ۽ پاڻي بہ مهيا ڪيو ويندو آهي. هر سال هن آشرم ۾ وڏو ميلو پڻ لڳندو آهي.

مٺيءَ کان پوءِ هي شهر سٺو واپاري مرڪز آهي. هن شهر کان ڪجهہ اڳتي ڳوٺ ٿاريو هالي پوٽا ۾ ڪوئلي جو وڏو ذخيرو لڌو ويو آهي.

**اسلام ڪيئن پکڙيو** (ڪتاب): "نئين زندگي" رسالي جي باني ايڊيٽر ۽ بزرگ اديب مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جو هيءُ ڪتاب، اردو مان سنڌيءَ ۾ ترجمو شباڻ سولنگيءَ ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 129 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جي قيمت 35 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ ٻاران 1998ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ ٻالا سڳورن صلي الله عليہ وسلم جي آخري وصيت، سندن جانشينن، روم، ايران، عراق ۽ شام ۾ اسلام جي پکيڙ، خلافت جي خاتمي، بادشاهت جي شروعات،

اسلام پکيڙيندڙن جي زندگين جي حالتن تي اثر ڪان وٺي آفريڪا، هندستان، ملايا، جاوا، فلپائين، چين، وچ ايشيا کان وٺي آمريڪا، آسٽريليا ۽ جاپان ۾ اسلام جي پکيڙ جو مختصر مگر جامع تذڪرو شامل آهي.

**اسلام ڪيڏهن شروع ٿيو؟** (ڪتاب): سنڌي ۽ اردو ٻولين جي بزرگ اديب ۽ نئين زندگي رسالي جي باني ايڊيٽر مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جي اردوءِ ۾ لکيل ڪتاب جو "اسلام ڪيڏهن شروع ٿيو؟" عنوان سان سنڌيءَ ۾ ترجمو شباب سولنگيءَ ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل ڪتاب جو پهريون ڇاپو، 1998ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1999ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي، آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچيءَ ٻاران ڇپي پڌرو ڪيو. هن مختصر ڪتاب جي قيمت 25 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ اسلام ڇا آهي، اسلام جو پيغام آڻيندڙ آخري رسول صلي الله عليه وسلم، سندن اسوه حسنه، اسلام جي پکيڙڻ دوران پيش آيل تڪليفن، رسول پاڪ جي مڪي ۽ مدني زندگي، جنگين ۽ اسلام جي فروغ ۾ ادا ڪيل ڪردار کان وٺي آخري حج تائين جو سمورو ذڪر موجود آهي.

**اسلام ڳڙهه جو قلعو**: مٺيءَ کان 28 ميل پري هي قلعو ميرن جي دور 95- 1790ع مير فتح خان جي وقت جو آهي. هي قلعو مير فتح علي خان ٺهرايو. تعمير تي 12 لک خرچ آيو. قلعي جي چٺني ڪندن تي پهڻ استعمال ڪري ٺاهيا ويا. انهن پهڻن جي ڊيگهه گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ فوٽ، وڌ ۾ وڌ 3 فوٽ آهي. قلعي جي ڊيگهه 120 فوٽ ۽ ويڪر 100 فوٽ آهي. سرحد کي ويجهو هئڻ سبب پٿيون مضبوط آهن. روايت آهي ته قلعي اندر سوا سؤ سپاهين جي مستقل رهڻ جون جايون ٺهيل هيون. ان کان سواءِ بارود خانو الڳ ۽ هڪ جيل به ٺهيل هو. ڪوٺائيءَ دوران (1884ع) توپن ۽ بندوقن جا پڳل ٽڪرا هٿ آيا. ديوارون 30 فوٽ اوچيون ۽ ڪندن تي برج ٺهيل هئا. هڪ برج تي گيٽ به ٺاهيو ويو هو. گيٽ اوپر طرف هو مير صوبدار خان پنهنجي چاچن جي خلاف بغاوت ڪئي. تڏهن اسلام ڪوٽ ۾ ويهي جنرل هوش محمد جي معرفت لشڪر گڏ ڪري لڳو 1932ع ۾ ڪوسن ڪوٽ کي قريب وري 1922ع ۾ ميرخان ڪوسي هن قلعي يا ڪوٽ کي لٽيو هائي اسلام ڪوٽ جو اسڪول هن هنڌ ٺهيل آهي.

**اسلام منهنجو اباڻو مذهب** (ڪتاب): هي ڪتاب هز رائل هائينيس سر سلطان محمد شاهه آغا خان جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 56 آهن. ڇاپو پهريون. اسماعيلي انسٽيٽيوشن ڪراچي، پاڪستان. سال 1957ع ۾ ڇپايو.

**اسلام ۽ علم جي ڳوڙا** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 42 آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد. مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام ۽ آريه سماج (ڀاڱو پهريون)** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف محمد بخش "واصف" آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 19 آهن ۽ قيمت هڪ آنو آهي. ڇاپو ۽ ناشر ڄاڻايل ناهن. هي ڪتاب ڪرائون پريس، حيدرآباد مان سنه 1928ع ۾ ڇپيو.

**اسلام ۽ اليڪشن** (ڪتاب): هي ڪتاب علي خان ابڙي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 56 صفحا آهن. ڪچي جلد جو ڇاپو پهريون. ويڙهي مل ڪٽڻ مل، لاڙڪاڻي مان ڇپايو. سن ڄاڻايل ڪونهي.

**اسلام ۽ ان جي ڄاڻ** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالمجيد ميمڻ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 152 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي.

سنڌ بوڪ ڊيپو، لاڙڪاڻي طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، قادريه پريس، لاڙڪاڻي مان 1954ع ۾ ڇپايل آهي. جڏهن ته ٻيو ڇاپو پڻ سنڌ بوڪ ڊيپو لاڙڪاڻي طرفان 1968ع ۾ شايع ٿيو.

**اسلام ۽ انسانيت** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالعزيز ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز وارو هي ڪتاب ڪچي جلد ۾ آهي. جنهن ۾ 194 صفحا ڏنل آهن. ڇاپو پهريون. مسلمان پبليڪيشن ڪراچيءَ طرفان ڇپايل آهي.

**اسلام ۽ ترقي** (ڪتاب): هي ڪتاب علي خان ابڙي جنهن جدا جدا حصن ۾ لکيو جن مان ٽن دستياب ڀاڱن جو تفصيل هن ريت آهي:

**اسلام ۽ ترقي (ڀاڱو پهريون)** (ڪتاب): ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 116 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ويڙهي مل ڪٽڻ مل لاڙڪاڻي واري. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، خيرخواهه پرنٽنگ ورڪس، لاڙڪاڻي مان 1919ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام ۽ ترقي (ڀاڱو ٽيون)** (ڪتاب): ڪرائون سائيز وارو هي ڪتاب 97 صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو ويڙهي مل ڪٽڻ مل لاڙڪاڻي واري ساگيءَ پريس مان 1937ع ۾ شايع ڪيو.

**اسلام ۽ ترقي (ڀاڱو چوٿون)** (ڪتاب): رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آيل آهن جنهن جي قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. هي جلد به ويڙهي مل ڪٽڻ مل، خيرخواهه پرنٽنگ ورڪس، لاڙڪاڻي مان سال 1939ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام ۽ زمينداري** (ڪتاب): هي ڪتاب احمد صديق سونڊويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 131 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. آفتاب پريس، حيدرآباد مان 1950ع ۾ ڇپيو.

**اسلام ۽ عقليات** (ڪتاب): هي ڪتاب حاجي نوراحمد ابوالبشير جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 270 صفحا آهن ۽ قيمت به رپيا پنجهتر پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. حافظ محمد الياس بن عبدالله ميمڻ ۽ سائين حيدرآباد مان 1965ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلام ۽ عورت** (ڪتاب): هي ڪتاب گل محمد "آزاد" صوفيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 60 آهن. ڇاپو پهريون. آر ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ شايع ڪيو.

**اسلامي آڪاٿيون** (ڪتاب): هي ڪتاب ص. ع زبيريءَ جو لکيل آهي. هي ڪرائون سائيز جو ڪتاب ڪچي جلد ۾ آهي. جنهن ۾ صفحا 32 آهن ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. محمد يوسف اينڊ برادرس، حيدرآباد وارن پهريون ڇاپو، فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ ڇپايو.

هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو به فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٽيون ڇاپو، ساگيءَ پريس مان سال 1965ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي اپياس** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالعليم انصاريءَ جو لکيل آهي. هي ڪرائون سائيز ڪتاب ڪچي جلد ۾ آهي. هن ۾ صفحا 77 آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. اداره علم و دانش، حيدرآباد وارن سال 1964ع ۾ ڇپايو.

**اسلاميات** (ڪتاب): هي ڪتاب ميان عبدالرحيم جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 212 آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. سال 1957ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي احڪام** (ڪتاب): هي ڪتاب مولانا عبدالرحيم جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 76 صفحا آهن. مولانا عبدالرحيم هي ڪتاب عزت خان ليٿو پريس. ڪراچيءَ مان ڇپايو.

**اسلامي اخلاق** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم مولانا دين محمد ”گهب“ فيروزشاهي آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 270 آهن ۽ قيمت ساڍا ٽي رپيا اٿس. آفتاب پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي اخلاق**[2] (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيو ڪتاب نعيمه بيگم جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 63 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ اردو اڪيڊمي ڪراچيءَ، سنڌ. 1950ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي اخلاقي ڪهاڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد بخش واصف جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي هن ۾ صفحا 43 آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس هن ڪتاب جو ڇپرائيندڙ آفتاب پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي اصولن جي فلاسافي** (ڪتاب): هي ڪتاب عطاءَ الله احمديءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 220 ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. انجمن احمديه. حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو ڇپرائيندڙ ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1933ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي اڪابر** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد منير جتي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ صفحا 68 آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس ڇپرائيندڙ ڇاپو اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس. حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ ڇپايو هي ڪتاب ستن ڀاڱن ۾ ڇپيو آهي. پر جيڪي دستياب آهن. تن جو تفصيل ڏجي ٿو:

اسلامي اڪابر (ڪتاب): ڀاڱو پهريون ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي. جنهن ۾ 111 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو آهي. اُن جو ڇپائيندڙ ڇاپو مسلم ادبي پريس. حيدرآباد مان 1955ع ۾ شايع ٿيو.

اسلامي اڪابر[2] (ڪتاب): ڀاڱو ٻيون. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 96 صفحا شامل آهن ۽ قيمت سوا رپيو آهي. ڪتاب جو ڇاپو ڇپرائيندڙ مسلم ادبي پريس. حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ ڇپيو.

اسلامي اڪابر[3] (ڪتاب): ڀاڱو پنجون. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي ۽ صفحا 100 اٿس. قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ. مسلم ادبي پريس حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڇپيو.

اسلامي اڪابر[4] (ڪتاب): ڀاڱو ڇهون. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 132 آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ. مسلم ادبي سوسائٽي. حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ ڇپيو.

اسلامي اڪابر[5] (ڪتاب): ڀاڱو ستون. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 188 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو اٿس. ڇاپو ڇپرائيندڙ. مسلم ادبي سوسائٽي پريس. حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ شايع ٿيو.

اسلامي اڪابر[6] (ڪتاب): هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو پوڪرداس اينڊ سنز. سنڌ پرنٽنگ پريس. شڪارپور مان 1935ع ۾ شايع ڪيو.

اسلامي اڪابر[7] (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيو ڪتاب عبدالله هارون جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ صفحا 24 آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇپرائيندڙ ڇاپو. مولوي محمد صادق. ڪرائون پرنٽنگ ورڪس. حيدرآباد مان 1923ع ۾ ڇپايو.

اسلامي اڪابر[8] (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيا به جدا جدا ڪتاب شايع ٿيا. جن مان هڪڙو ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 46 آهن ۽ قيمت اڍائي آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون. شيخ عبدالعزيز وڪٽوريه پريس. سکر مان سال 1916ع ۾ ڇپايو.

اسلامي اڪابر[9] (ڪتاب): ٻيو ڪتاب حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪچي جلد سان 75 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت ساڍا چار آنا آهي. راڌا ڪرشنا برادرس. ڪراچيءَ وارن جو ڇپايل آهي.

**اسلامي پاراڻو ڪتاب** (ڪتاب): هي ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 32 آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇهه پايون ڄاڻايل آهي. ڇپرائيندڙ ڇاپو پوڪرداس ٿانورداس سنڌ پرنٽنگ پريس. شڪارپور مان 1928ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي ٻيو ڪتاب** (ڪتاب): هي ڪتاب صادق علي شيخ جو لکيل آهي. جيڪو رايل سائيز ۾ آهي. هن ۾ صفحا 68 آهن. مطبع فيض رياست خيرپور مان سال 1900ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب مولوي عبدالرحيم جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 72 آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. حسن علي حاجيءَ هي ڪتاب ليٿو پريس ڪراچيءَ مان 1929ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي تاريخ جو مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب پروفيسر محبوب علي چنا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 178 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا ڄاڻايل آهي. اداره صالح سبز طرفان هن ڪتاب جو ڇپرائيندڙ ڇاپو تاج محل پريس. حيدرآباد مان 1967ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي تاريخ و تمدن** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف شيخ محمد حاجن آهي. جنهن ويسٽ پاڪستان ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ لاءِ هي ڪتاب لکيو ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان هن ڪتاب ۾ 31 صفحا آهن. هن ڪتاب جو ڇاپو ڇپرائيندڙ. قرآن پريس. حيدرآباد مان ڇپيو.

**اسلامي تاريخ و تمدن**[2] (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو هڪ جدا ڪتاب شيخ محمد حاجن ۽ سيد پناهه علي شاهه جو گڏجي لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 310 صفحا آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. محمد عثمان ڏيپلائيءَ هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو قرآن پريس. حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي تاريخي آکاڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب مولانا غلام محمد گراميءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 75 آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس. حيدرآباد. سال 1954ع ۾ شايع ڪيو.

**اسلامي تاريخي اخلاقي ڪهاڻيون (حصو اول)** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد بخش واصف جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس. حيدرآباد 1954ع ۾ پڌرو ڪيو.

**اسلامي تاريخي ڪهاڻيون (حصو اول)** (ڪتاب): هي ڪتاب قاضي عبدالرزاق جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 32 آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو چوٿون. اورينٽل پبلشنگ هائوس ڪراچيءَ مان 1954ع ۾ پڌرو ٿيو.

**اسلامي تصوف** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا غلام حيدر صديقيءَ جو لکيل آهي. هيءُ ڪرائون سائيز جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد طرفان مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو بہ ساڳي پريس مان 1953ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي تصوف**[2] (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مرحوم مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ". (هالا نوان) آهي. ڪتاب ڊيمي سائيز ۾، ڪچي جلد سان آهي، جنهن جي قيمت هڪ رپيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو الوحيد پريس، ڪراچيءَ سنڌ مان 1951ع ۾ شايع ٿيو.

**اسلامي تعليم** (ڪتاب): هن موضوع تي ٻيو ڪتاب محمد يوسف باذل خان بخشائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 27 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا آهي. ار. ايچ احمد اينڊ برادرس طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان 1956ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جا 4 ڀاڱا ڇپيا. جن مان ڀاڱو ٻيو ۽ ڀاڱو چوٿون دستياب آهن. جن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

اسلامي تعليم (ڪتاب): ڀاڱو ٻيو ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهي. جنهن ۾ 31 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب بہ اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد 1956ع ۾ ڇپيو.

اسلامي تعليم (ڪتاب): ڀاڱو چوٿون بہ ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهي. جنهن ۾ 102 صفحا شامل آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڇاپايل آهي. آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو الحجاز پريس سکر مان 1956ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي تعليم نامو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 30 آهن ۽ قيمت ڇاپايل ناهي. ڇاپو ٻيو، اداره قليچ حيدرآباد طرفان سال 1953ع ۾ ڇپيل آهي.

**اسلامي ٽيون ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 80 آهن ۽ قيمت 5 آنا 3 پايون ڇاپايل آهي. ڇاپو ٻيو، شيخ عبدالعزيز محمد سليمان، وڪٽوريہ پريس، سکر مان سال 1915ع ۾ ڇپايو.

ساڳئي ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، شيخ عبدالباقيءَ، وڪٽوريہ پريس، سکر مان سال 1923ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي ثقافت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب احمد علي انصاريءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 230 صفحا آهن ۽ قيمت ڇاپايل ناهي. ڇاپو پهريون. آر. ايم. فتح اينڊ برادرس، حيدرآباد 1967ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي پنجون ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 144 آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي. شيخ عبدالعزيز محمد سليمان هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو، وڪٽوريہ پريس، سکر مان سال 1914ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي پهريون ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب صادق علي شيخ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 57 ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب مطبع فيض، رياست خيرپور ۾ سال 1900ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي پهريون ڪتاب**[2]: هن نالي سان ٻيو ڪتاب عبدالوهاب جو لکيل آهي. جيڪو ڊبل ڪرائون سائيز ۾ آهي. جنهن جا صفحا 53 آهن. اهو ڪتاب بہ مطبع فيض، رياست خيرپور ۾ 1900ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي جمعيت طلبا**: هي شاگرد تنظيم 23 ڊسمبر 1977ع تي لاهور ۾ ڪرايل هڪ ننڍڙي ڪنوينشن ۾ قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ 25 ڪن شاگردن شرڪت ڪئي. هن گڏجاڻيءَ ۾ جماعت اسلاميءَ جي باني مولانا ابو اعلىٰ مودودي خاص طور تي شرڪت ڪئي. جماعت اسلاميءَ جي ذيلي تنظيم طور سڃاتي ويندڙ هي شاگرد تنظيم لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ وڌيڪ سرگرم رهي. هن وقت بہ ملڪ جي مکيہ شهرن ۾ وجود رکي ٿي. ساڳي ڌر سان لاڳاپيل هن تنظيم جو بنيادي نظريو ملڪ ۾ اسلامي سياسي نظام لاڳو ڪرڻ آهي. تنظيم جي ابتدائي مول متن موجب شاگردن کي اسلام جي خدمت لاءِ منظم ڪرڻ، شاگردن ۾ اسلامي مواد جي اڀياس جو شوق پيدا ڪرڻ ۽ ڪين ايندڙ وقت ۾ اسلامي معاشرو قائم ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻ هو.

**اسلامي جمهوري اتحاد**: اسلامي جمهوري اتحاد "آءِ جي آءِ" سيپٽمبر 1988ع ۾ پيپلزپارٽي جي مقابلي لاءِ انهيءَ سال ٿيندڙ چونڊن لاءِ ٺاهيو ويو. اهو اتحاد بہ پاڪستان قومي اتحاد (پي اين اي) وانگر نون جماعتن تي ٻڌل هو. ساڄي ڌر جي هن اتحاد ۾ پاڪستان مسلم ليگ (نواز شريف) نيشنل پيپلزپارٽي (غلام مصطفىٰ جتوئي) ۽ جماعت اسلامي مکيہ جماعتون هيون. اخبارن ۽ رسالن جي ڇپيل خبرن موجب هن اتحاد جوڙڻ ۾ هڪ سرڪاري ڳجهي اداري جي سربراهہ جنرل حميد گل اهم ڪردار ادا ڪيو هو اتحاد جو سربراهہ بظاهر غلام مصطفىٰ جتوئي هو پر با اثر اڳواڻ نواز شريف هو 1988ع وارين عام چونڊن ۾ آءِ جي آءِ قومي اسيمبليءَ ۾ 53 سيٽون کٽيون جڏهن تہ پيپلزپارٽيءَ کي 92 سيٽون مليون. آءِ جي آءِ گهڻيون سيٽون پنجاب مان کٽيون. ائين پهريون ڀيرو نواز شريف پيپلزپارٽيءَ جي مخالف ۽ متبادل اڳواڻ طور اڀريو. ڊسمبر 88ع ۾ آءِ جي آءِ جي جهنڊي هيٺ پنجاب ۾ نواز شريف صوبائي حڪومت ناهي. هي اهو سياسي بنياد هو جنهن تان نواز شريف ڪوششون ورتي ۽ اڳتي هلي وزيراعظم ٿيو 90ع وارين چونڊن ۾ نہ آءِ جي آءِ ۽ نہ ٿي وري پيپلزپارٽي واضح اڪثريت حاصل ڪري سگهي پر ٻيو بہ آءِ جي آءِ وٽ 105 سيٽون هيون. جڏهن تہ پيپلزپارٽي ۽ ان جي اتحاد پاڪستان ڊيموڪريٽڪ الائنس (پي ڊي اي) وٽ 45 سيٽون هيون. 1993ع جي چونڊن ۾ آءِ جي آءِ نہ رهي. ان ڪري نواز شريف پيپلزپارٽيءَ جي سمورين مخالف ڌرين کي گڏ ڪرڻ ۾ ناڪام ويو.

**اسلامي چوٿون ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 111 آهن ۽ قيمت 7 آنا آهي. ڇاپو ٻيو شيخ عبدالعزيز محمد سليمان، وڪٽوريہ پريس، سکر مان سال 1914ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسلامي حڪومت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا ابو اعلىٰ مودوديءَ جي اُردو ڪتاب جو ترجمو آهي. جيڪو محمد عثمان ڏيپلائيءَ هفتن ٿيو ۽ هفتہ وار 'عبرت' جي هڪ خاص شماري ۾ ڪتابي صورت ۾ مارچ 1945ع ۾ شايع ٿيو ڪتاب ۾ 87 صفحا آهن. قيمت 0.8.0 آنا اٺس. هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپيو.

**اسلامي رسمون ۽ وڏا ڏينهن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گل محمد "آزاد" صوفيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپايل آهي. ان جو پهريون ڇاپو، مسلمان پريس، ميرپورخاص 1931ع مان ڇپيو.

**اسلامي زندگي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم مولانا دين محمد ”وفائي“ فيروزشاهي آهي. جيڪو عبدالرحيم ولد مولوي عبدالواحد ميمڻ. دادو واري. ڇپائي پڌرو ڪيو ڪتاب جي قيمت 3 رپيا ۽ صفحا 256 آهن ڪچي جلد ۽ ڪرائون سائيز ۾ هي: ڪتاب. رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سنه 1958ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اسلاميه ڪتبخاني طرفان 1964ع ۾ ڇپايل آهي ۽ پنجون ڇاپو اسلاميه پريس، حيدرآباد مان 1968ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي سياست** (ڪتاب): هي: ڪتاب عبدالقيوم ”صائب“ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون. ادبي اداري گنج بخش شاهه جي پڙ، حيدرآباد وارن، 1952ع ۾ ڇپايو.

**اسلامي شريعت (ڀاڱو پهريون)** (ڪتاب): هي: ڪتاب محمد بخش واصف جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا لکيل آهي. مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد طرفان پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپجي 1935ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1940ع ۾ ساڳي: پريس مان ڇپيل آهي. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو پڻ محمد بخش واصف جو لکيل آهي. هي ڪرائون سائيز ڪتاب آهي. جنهن ۾ صفحا 250 آهن ۽ قيمت سوا رپيو لکيل آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد طرفان ڪتاب جو پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپجي 1942ع ۾ شايع ٿيو.

**اسلامي عقائد** (ڪتاب): هي: ڪتاب رسول بخش الهه نواز آخوند جو لکيل آهي. ڪچي جلد سان هن ڪرائون سائيز واري ڪتاب ۾ 216 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڏنل آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس مان ڇپجي 1944ع ۾ پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ساڳي: پريس مان 1947ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي عقائد ۽ معراج جي رات** (ڪتاب): هن ڪتاب جي قلمي نسخو 1201هه/1780ع کان اڳ جو لکيل برٽش ميوزم، لنڊن ۾ موجود آهي.

**اسلامي ڪهاڻيون (ڀاڱو ٽيون)** (ڪتاب): هي: ڪتاب ياسين قريشي: جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ات آنا ڇاپايل آهي. عجائب اسٽورز سکر طرفان اُن جو ڇاپو پهريون. نئشنل پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1959ع ۾ ڇپيو.

**اسلامي نظام تعليم** (ڪتاب): هي: ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپايل آهي. سنڌي ادبي سوسائٽي: طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان. سال 1940ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد**: محمد عثمان ڏيپلائي هن پريس جو باني سن 1948ع ۾ وڌو. ڏيپلائي صاحب ۽ ٻين ڪيترن اديبن ۽ عالمن جي تحريرن جي ڇپائي: جو اهتمام اسلاميه پرنٽنگ پريس ۾ ٿيو جن ۾ سائين جي ايم سيد، محمد خان ”مجنون“، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مولانا حاجي احمد ملاح، ابن حيات پنهور وغيره شامل آهن. سنڌي ادبي بورڊ پنهنجا ڪتاب 1957ع کان اسلاميه پريس ۾ ڇپائڻ شروع ڪيا. انهن ڪتابن ۾ ”زينت“، ”چچ نامه“، ”فيروز دل افروز“ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا مرتب ڪيل لوڪ ادب سلسلي جا ڪتاب وغيره شامل آهن. ان کانسواءِ ماهوار ”گلستان“ هفته وار ”گلستان“، ماهوار، هفته وار ۽ روزنامه ”عبرت“، ماهوار ”پرهه ڦٽي“، روزنامه ”سنڌ ٽائيمز“ ۽ ماهوار سائيهه ڊائجيسٽ پڻ هتان شايع ٿيندا هئا. هن پريس ۾ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ ٻين ادارن جا ڪتاب به ڇپبا رهندا هئا. هن پريس کي سن 1973ع ۾ ٿيل لساني فسادن ۾ متعصب فسادين باهه جو نشانو بنايو. جنهن ۾ گهڻو رڪارڊ تلف ٿي ويو.

**اسلاميه دارالاشاعت ـ ميرپور خاص / حيدرآباد**: هن اشاعتي اداري جو باني محمد عثمان ڏيپلائي: سن 1938ع ۾ پنجاهه رپين جي موڙي: سان، ميرپور خاص ۾ وڌو. پهريون ڪتاب جيڪو هن اداري مان شايع ٿيو سو هو ڏيپلائي: صاحب جو لکيل ناول ”سنگدل شهزادي“. انهي: کان پوءِ ڏيپلائي صاحب طرفان جاري ڪيل ماهوار ”عبرت“ ڪتاب جي سلسلي جا چاليهه کن ناول هن اداري ميرپور خاص مان شايع ڪيا. اڳتي هلي سن 1942ع ۾ هي ادارو حيدرآباد ۾ منتقل ٿيو ۽ ڏيپلائي صاحب جا ڪتاب تواتر سان سنه 1980ع تائين شايع ڪندو رهيو. ڏيپلائي صاحب جا سوڪن ڪتاب هن اداري شايع ڪيا.

**اسلامي هدايت نامو**: هن ڪتاب جو مترجم مولوي فضل احمد غزنوي آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا 25 پئسا ڇاپايل آهي. مسلم ادبي سوسائٽي: طرفان هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**اسلم آزاد**: اسلم آزاد ولد سليمان ڪرائي بلوچ، 28 آگسٽ 1950ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم کان وٺي گرئجوئيشن تائين حيدرآباد ۾ تعليم حاصل ڪئي. کيس ادب سان ننڍي هوندي کان ئي چاهه هو.

اسلم آزاد جي اصل سڃاڻپ هڪ ڪمپيئر جي حيثيت سان آهي. پر هو صحافي ۽ اديب به رهيو آهي. هن پنهنجي صحافتي سفر جي شروعات آڪٽوبر 1967ع ۾ عبرت اخبار کان ڪئي ۽ ڇهن سالن کان پوءِ روزاني هلال پاڪستان جو سينيئر سب ايڊيٽر ٿيو. 1990ع تائين صحافت سان وابسته هئڻ سبب هن صحافت ۾ نوان لاڙا متعارف ڪرايا. ڪاليج واري زماني (1969ع کان 1971ع تائين) هن ’اسٽوڊنٽس پبليڪيشن‘ جا 14 ڪتابڙا شايع ڪيا. اهو دور مارشل لا جو هو پر اسلم آزاد قومي جوابداري: سان ’اسٽوڊنٽس پبليڪيشن‘ کي جاري رکندو آيو. جنوري 1980ع ۾ هن ٽيليويزن جي اسٽيج جو سفر ”وينجهار“ پروگرام ۾ ڪمپيئر جي حيثيت سان شروع ڪيو. انهن ڏينهن ۾ ڪمپيئرنگ ظفر حسن ڪندو هو ۽ ان جي بيماري: کان پوءِ اسلم آزاد کي اهو موقعو مليو ۽ هو ٽيليويزن تي پنهنجي ڄاڻ ناهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. اسلم آزاد ريڊيو تان به ڪافي پروگرام براڊڪاسٽ ڪيا. جن ۾ ڊراما، تقريرون وغيره شامل آهن. هن اٽڪل 15 ريڊيو ڊراما نشر ڪيا. اسلم آزاد به پيرا لوڪ ميلن جي ڪمپيئرنگ ڪئي. 1985ع ۾ عام چونڊن جي پي ٽي وي: تان سنڌي: ريت نشر ٿيندڙ نتيجن واري پروگرام جي به ڪمپيئرنگ ڪيائين. هن پي ٽي وي: تي وينجهار، لطيفي لات، گهڙيال، پرک ۽ ٻين ڪافي پروگرامن ذريعي ڀاڱا ميڙايو. جنهن جي معتبا طور پي ٽي وي: پاران کيس پروگرام ”لطيفي لات“ 1987ع جو پي ٽي وي اوارڊ ڏنو ويو. کيس سلور جوبلي پي ٽي وي: گولڊ ميڊل 1990ع به ملي چڪو آهي. ان کان سواءِ ڪئي قدردانن



پاران پتائي اوارڊ ۽ ٻيا اوارڊ حاصل ڪيا اٿس. تازو تصوف تي هڪ ڪتاب پڻ ڇپايو اٿس. هن وقت حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**اسلم اڪبر قاضي:** ناميارو صحافي محمد اسلم ناميارو سياستدان قاضي محمد اڪبر جو پٽ آهي. هو حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس تعليم ايم. اي (معاشيات) آهي. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد هن بينڪنگ شعبي ۾ دوها (قطر) ۽ لنڊن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون.



1976ع کان وٺي صحافتي پيشي سان وابسته آهي. پهريان روزاني "سنڌ نيوز" ۽ انگريزي اخبار "سنڌ آبزرور" جو ايڊيٽر رهيو. بعد ۾ روزاني ڪاوش، 1990ع ۾ جاري ڪيائين. جيڪا هن وقت سڄي سنڌ ۾ مقبول اخبار آهي. قاضي اسلم هن وقت ڪاوش جو چيف ايڊيٽر آهي. اسلم قاضي پنهنجي ٻن ڀائرن محمد ايوب قاضي ۽ محمد علي قاضيءَ سان گڏ روزاني "ڪاوش" ۽ ان گروپ تحت نڪرندڙ اخبارن "روزاني ڪوشش"، "روزاني شام"، پهرين سنڌي ٽي وي چئنل "ڪي ٽي اين" ۽ تفريحي سنڌي چئنل "ڪشش" جو مالڪ آهي. سندس گروپ ميڊيا جي دنيا ۾ سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن، سنڌيءَ ۾ ڊائجسٽ ۽ ڪتاب جاري ڪرڻ جا مختلف تجربا ڪيا. سندس ڀاءُ علي قاضي ايڊيٽر آهي. جيڪو پڻ سٺو تجزيا نگار ۽ ليکڪ آهي. اسلم اڪبر قاضي ڪيترائي پرڏيهي دورا پڻ ڪيا آهن. هو هن وقت "آل پاڪستان نيوز پيپرس سوسائٽي" (A.P.N.S) جو سيڪريٽري جنرل آهي. ان کان اڳ هو ان جي ايگزيڪيٽو ڪاميٽيءَ جو ٻه ڀيرا ميمبر رهيو آهي. ان کان سواءِ هو پي. بي. اي پاڪستان براڊ ڪاسٽرس ائسوسيئيشن جو وائيس چيئرمين به آهي.

**اسلم بيگ مرزا:** جنرل اسلم بيگ مرزا پاڪستاني فوج جو سربراهه رهيو آهي. 17 آگسٽ تي هوائي جهاز جي حادثي ۾ جنرل ضياءُ الحق جي مرڻ بعد هن عهدي تي فائز ٿيو. ۽ هو عهدو 1991ع تائين رهيو. سندس سياسي عزائم جي پيش نظر صدر غلام اسحاق خان کيس هٽائي، جنرل آصف نواز کي فوج جو نئون سربراهه مقرر ڪيو. جيتوڻيڪ سندس ريٽائرمينٽ ۾ اڃا ٽي مهينا باقي هئا.



جنرل اسلم بيگ 22 آگسٽ 1952ع تي فوج ۾ ڪميشن حاصل ڪئي. ايس ايس جي ڪمپني جي ان جتي جي ميجر طور اڳواڻي ڪئي. جنهن 1960ع ۾ چترال ۾ دير جي نواب کي برطرف ڪيو هو. بعد ۾ 1984ع ۾ هو چيف آف جنرل اسٽاف مقرر ٿيو ۽ 1985 کان 1987ع تائين پشاور جو ڪور ڪمانڊر هو.

اسلم بيگ 2 آگسٽ 1931ع تي اتر پرديش ضلعي آرام ڳڙهه جي تنڊڙي ڳوٺ مسلم پٽي ۾ جنم ورتو. کيس ضياءُ دور ۾ فور اسٽار جنرل جي عهدي تي ترقي ملي ۽ وائيس چيف آف آرمي اسٽاف مقرر ٿيو. ضياءَ جي مرڻ بعد فوج جو سربراهه ٿيو. ترت ئي عام چونڊون ٿيون ۽ اقتدار پيپلز پارٽي جي سربراهه محترمه بينظير ڀٽو کي منتقل ڪيو ويو. بهرحال، جنرل بيگ 1991ع تائين طاقتور فوج جو سربراهه رهيو ۽ 1991ع ۾ کيس ريٽائر ڪيو ويو. سندس ريٽائرمينٽ کان پوءِ

جنرل اسلم بيگ بابت ڳالهيون ڪليون. ريٽائرڊ ايئر مارشل اصغر خان سپريم ڪورٽ 1991ع ۾ هڪ آئيني درخواست داخل ڪئي ته اسلم بيگ، آءِ ايس آءِ جي ڏهوڪي سربراهه جنرل اسد دراني ۽ مهراڻ بئنڪ جي يونس حبيب سياسي مقصدن لاءِ عوام جو پئسو خرچ ڪيو آهي. اصغر خان اها درخواست بينظير ڀٽو جي ڏهوڪي گهرو معاملن واري وزير جنرل نصير الله بابر جي قومي اسيمبليءَ ۾ ان انڪشاف کان پوءِ داخل ڪئي هئي ته ڪيئن آءِ ايس آءِ 1990ع وارين چونڊن جا نتيجا تبديل ڪرڻ يا سياستدانن جون وفاداريون تبديل ڪرڻ لاءِ پئسا خرچ ڪيا.

جنرل اسلم بيگ جي شخصيت ۽ ڪردار بينظير ڀٽو جي حڪومت تي دٻاءُ وجهڻ، نواز شريف جي دور ۾ مجبل پرڏيهي پاليسي جي ابتڙ قدم کڻندي عراق، ڪويت جنگ بابت موقف اختيار ڪرڻ، سپريم ڪورٽ آڏو اهو مڃڻ ته هن چيف جسٽس تي اثر رسوخ هلايو هو جهڙين ڳالهين جي ڪري تڪراري رهيو آهي.

فوج مان ريٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ هن "فريندز" نالي سان هڪ اين جي او ناهي، جنهن جو هو سربراهه آهي. سندس اها تنظيم مختلف سياسي نوعيت جون سرگرميون ڪندي رهندي آهي.

**اسلم خواجا:** صحافي، سياسي ڪارڪن ۽ ترجمي نگار اسلم خواجا ٽنڊي ولي محمد حيدرآباد ۾ ڄائو. نور محمد هاءِ اسڪول مان سيڪنڊري تعليم حاصل ڪيائين. شاگردي واري زماني ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان ۽ ان جي شاگرد تنظيم سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ڪم ڪيائين. صحافت جي شروعات سهيل سانگي جي ادارت ۾ شايع ٿيندڙ اخبار روزاني "عوامي آواز" ڪراچيءَ مان 1989ع ۾ ڪيائين. هڪ سال اتي ڪم ڪرڻ بعد روزاني "ڪاوش" جو ڪراچيءَ ۾ ٻه سال رپورٽر رهيو. 1993ع کان 1995ع تائين "جنگ" لاهور ۾ ٽرانسليٽر ۽ سب ايڊيٽر رهيو. 1997ع کان 2001ع تائين "هلال پاڪستان" ڪراچيءَ ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. هو 1987ع کان 1991ع تائين ايڌي فائونڊيشن جي سنڌ سماءُ واري بيورو جو ڪوآرڊينيٽر ۽ 1992ع کان 1995ع تائين ايڌي هاءِ وي پروجيڪٽ جو ڪوآرڊينيٽر رهيو. عبدالستار ايڌي سان گڏ جنگ جي ستايل جي مدد لاءِ افغانستان به ويو. هو ايڌي فائونڊيشن ۽ ٻين اهڙن خيراتي ادارن سان ڪم ڪري چڪو آهي. ريسرچ ۽ سروي جا ڪيترائي ڪم ڪيل اٿس. هو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ۽ نالي وارن ادارن ۾ ٽرانسليٽر به رهيو. هو ڪيترن ئي ڪتابن جو ليکڪ ۽ ترجمي نگار پڻ آهي. جن ۾ "رولاڪ جي راهه" (ڪالم)، "نئون عالمي نظام"، "عرفات کان فلسطين تائين"، "جتي عورتن لاءِ ڊاڪٽر نه هجي"، عورتن جي صحت جو ڪتاب "آواره گرد ڪي راهه" (اردو)، "چاچا سام ڪيا چاهتا هي"، "ايڌي: انڌي جي لٺ"، "1857ع ڪي جنگ آزادي اور سنڌ اور پنجاب ڪا حصہ" مکيه آهن. هو ملڪي ۽ عالمي سطح جي مختلف ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ پڻ شرڪت ڪري چڪو آهي.

ڏکڻ ايشيا ۾ امن جي تحريڪ 1994ع کان شامل آهي. جنهن دوران ڪيترين ئي ڪانفرنسن خاص طور تي 2005ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي پيروي ڪندي دهليءَ کان ملتان تائين ٿيل امن مارچ ۾ به شريڪ ٿيو.

**اسلم خيال:** سيد محمد اسلم زيدي اردو جو معروف مرثيه ۽ غزل گو شاعر، اديب ۽ مترجم 1942ع تي حسين پور (مشرقي پنجاب) ۾ پيدا ٿيو. اسلم خيال کي اردو، سنڌي ۽ پنجابي زبانن تي دسترس حاصل هئي. سندس هي تصنيفون آهن: 1. سرشاخ جان (اردو غزليات)، 2. شمع هر رنگ ۾ جلتي هي (غالب جي غزلن جي بحرن تي غزلن جو مجموعو)، 3- امام الڪلام، ڪلام الامام (سنڌي ترجمو مختصر نهج البلاغہ)، 4- اردو ترجمه تاريخ شيعت

(سنڌي ڪتاب)، 5- سنڌي ترجمو گيتانجلي (ٽيگور). سندس وفات 30 جولاءِ 2003ع ۾ ٿي ۽ سندس آخري آرامگاهه خيرپور ۾ آهي.



**اسلم عباسي:** محمد اسلم ولد حاجي الهداد عباسي، موري لڳ ڳوٺ علي بخش ڪلهوڙي ۾ 25 نومبر 1968ع تي ڄائو. لکڻ جي شروعات 85 - 1984ع کان ڪيائين. سندس پهرين لکڻي مهراڻ اخبار ۾ 1986ع ۾ شايع ٿي. هن آزاد نظم ۽ ڪجهه ٽيڙو لکيا آهن نثر جي حوالي سان تاريخي ۽ تحقيقي مضمون لکيا اٿس. شاهه عنايت سوشل ويلفيئر ائسوسيئيشن سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ گرئجوئيٽ ائسوسيئيشن موري سان لاڳاپيل رهيو آهي. 1993ع کان 1996ع تائين ماهوار پيپلز ٽائيمز ۽ 1997ع کان اڄ تائين "سنڌ رويو" رسالي جو ايڊيٽر آهي.

**اِسم اعظم:** لفظي معنيٰ "ڏاڍي پاڪ جو وڏو نالو" جيڪو فقط پيغمبرن کي ئي معلوم آهي. حديثن موجب "اللّٰه لا اله الا هوالحي القيوم" ۽ "لااله الا انت سبحانك اني ڪنت من الظٰلمين" اسم اعظم آهن.

**اسماعيل اداسي:** عوامي ٻوليءَ ۾ سچن جذبن وارو هي شاعر 1950ع ڌاري لاڙ ۾ سنڌو جي قديم ڦاٽ گونيءَ جي ڪپ تي گولاڙجيءَ ويجهو ڳوٺ ڏاڙهون ملاح ۾ ڄائو. سخت ترين معاشي حالتن جو شڪار سندس ڪٽنب هاريءَ، ماهيگيري، واڍڪي ڪم، ڪوڏر ٽوڪي ڌاڙڪي ڪرت تي گذر ڪندو رهيو. 74-1973ع ۾ ٻاڦر سنائيءَ جا پورهيتن جا گيت پڙهيائين ته ڪايا پلٽجي ويس. ائين عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ شاعري ڪرڻ لڳو. 1978ع ۾ صحافت جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ ڪراچيءَ جي ريگل چوڪ تان گرفتاري ڏنائين. ڪيس تمام سخت تاريخ مان گذرڻو پيو. هن کي ڇهه مهينا سزا ملي. ان ئي تحريڪ دوران ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ڪارڪن دوست ٺاهيائين. ان ئي تحريڪ دوران شميم واسطي، جي اين مغل، موسيٰ ديبڪ (ڊان اخبار وارو) ۽ ٻيا صحافي قيد ٿيا هئا. ان قيد دوران اداسي مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويٺو جيڪا 17 يا 18 ڏينهن هلي. ڪيس سزا طور بند وارڊ ۾ ڪيو ويو. ٺيٺ فاضل راهو ۽ بک هڙتال ختم ڪرائي. 1979ع ۾ اسماعيل اداسيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪوروواهه وجهي شروع ڪيو ۽ عوامي تحريڪ جو ڪل وقتي ڪارڪن ٿي رهيو. اداسيءَ ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران 16 آگسٽ تي ڪوروواهه ۾ جلوس ڪڍي گرفتاري ڏني ۽ جيل ويو. هن پيري هو 12 مهينا جيل ۾ رهيو. سندس شاعريءَ جو مجموعو "ڏاٿيڙا پٽ ڏول ڪنا" ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**اسماعيل بن حضرت امام جعفر الصادق:** حضرت امام جعفر صادق رحه جو وڏو فرزند. اسماعيلي فرقي جو امام هو 750ع ۾ مديني منوره ۾ وفات ڪيائين ۽ جنت البقيع ۾ دفن آهي. سندس قبر پهرين جنت البقيع کان ٻاهر هئي. پر جڏهن مديني شريف جي حرم کي وڌائڻ جو خيال ڪيو ويو ته سندس جسد کي جنت البقيع ۾ منتقل ڪيو ويو. روايت موجب عيني شاهدن جو چوڻ آهي ته سوين سال گذرڻ بعد سندس ڪفن (جيڪو اُن مان نڪتل هو) ڇهڙو هو. اهڙوئي ثابت ۽ صاف پيل هو ۽ سندس قبر مان باقاعدي خوشبوءِ نڪري رهي هئي.

**اسماعيل چانڊيو:** ٽاليوارو اداڪار اسماعيل چانڊيو، پهرين جنوري 1965ع تي تعلقي ميهڙ جي ڳوٺ احمد خان چانڊيي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو غلام علي چانڊيو آهي. شروعاتي تعليم ميهڙ مان حاصل ڪيائين، بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي ڪيائين. ڪيس اداڪاري جو شوق ننڍپڻ کان هو ان شوق سبب پي ٽي وي ڪراچي سينٽر پهتو. سندس پهريون ڊرامو "پرم" هو جنهن جو ڊائريڪٽر هارون رند ۽ ليکڪ عبدالقادر جوڻيجو هو.



اسماعيل چانڊيي اوائلي سفر کان وٺي سنڌي توڙي اردو ڊرامن ۾ بهترين اداڪاري ڪئي آهي. سندس مشهور ڊرامن ۾ شوڪت شورو جو لکيل "ٻاڪ" (ڊائريڪٽر فيض ٻگهيو)، "سونيٽي" (ڊائريڪٽر فيض ٻگهيو)، اياز عالم جو لکيل "ڪُن ۽ ڪنارا" (ڊائريڪٽر منظور مگسي)، انور ابڙي جو "ڳوڙهن سندا گل" (ڊائريڪٽر محمد بخش سميجو)، گوبند خوشحالاڻيءَ جو "سنيتا". جنهن جو ڊائريڪٽر فاروق رند هو ۽ ڊرامائي تشڪيل علي بابا ڏني هئي. "ڏرو" (ڊائريڪٽر فاروق رند)، "خميسي جو ڪوٽ" (جمال ابڙي جو لکيل)، "ورهاست" سيريل، "سچ وڏو ڏوهاري آ"، لانگ پلي "استاد" وغيره شامل آهن. جڏهن ته فاروق رند جي ڊائريڪشن ۾ اسماعيل چانڊيي جا ڊراما "ڏاتي"، "چنڊ" ۽ "ماٺي" مشهور ٿيا "ڪارا انٽرنيشنل فيسٽيول" ۾ نامزد ٿيو ۽ 2006ع واري 'ڪارا فيسٽيول' ۾ سندس "ڏاتي" سولو پلي، پهريون نمبر ماڻيو. ڪي. ٽي. اين تي سندس سيريل "حوا" مشهوري ماڻي. جنهن جو ليکڪ عثمان ميمڻ هو. لانگ پلي "سچ کي ڦاسي" ۾ هن ذوالفقار علي پٽي جو ڪردار خوب نڀايو. جنهن جو ڊائريڪٽر ايوب گل هو.

اردو ڊرامن ۾ اسماعيل چانڊيي "ريت ڪي ديوار" ۾ اداڪاريءَ سان گڏ ڊائريڪشن به ڏني. اهو ڊرامو انڊيا جي اي. ٽي. وي تان پڻ نشر ٿيو هو 'هم ٽي وي' تان پيش ٿيل سندس ٽيلي فلم "ٺاڙ مين دريا" کي پوري پاڪستان جي ٽيلي فلمن ۾ بهترين اداڪاريءَ ۽ ڊائريڪشن جو اوارڊ مليو. ان اوارڊ سان گڏ ان ٽيلي فلم تي 13 لک جو نقد انعام پڻ حاصل ڪيائين ان ڊرامي جو ڊائريڪٽر فاروق رند ۽ ليکڪ علي بابا هو ان کان علاوه اسماعيل جيو ٽي وي جي ٽيلي فلم "شيشه" ۽ هم ٽي وي جي "سانس لي زندگي" ۾ پڻ سٺي اداڪاري ڪئي.

سندس اردو ڊرامن ۾ "پيراني"، "ڪمان مين اسڪول نهين جاؤن گا" ۽ "مانگ" پڻ مشهور ٿيا. انهن ٽنهي ڊرامن جو ڊائريڪٽر فاروق رند هو. اسماعيل چانڊيو هر قسم جو ۽ ڏکئي ۾ ڏکيو ڪردار پڻ ادا ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. هُن ماضي ۾ پي. ٽي. وي جي سينئر وڏن ۽ مشهور اداڪارن سان گڏ ڪم ڪيو آهي. هن وقت هو ڪوٽڙيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**اسماعيل راهُو:** ناميارو سياسي اڳواڻ ۽ شهيد فاضل راهوءَ جو ٻيو نمبر وڏو فرزند اسماعيل راهو 1961ع ڌاري، پنهنجي اباڻي ڳوٺ ضلعي بدين ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ اعليٰ ثانوي تعليم حيدرآباد ۾ پرايائين.

هن پنهنجي سياسي سفر جي شروعات اسڪول واري دؤر ۾، عوامي تحريڪ جي ذيلي تنظيم "سجاڳ ٻار تحريڪ" کان ڪئي. ان تسلسل ۾ اڳتي هلي، "سنڌي شاگرد تحريڪ" ۾ سرگرم رهيو 1986ع ۾ عوامي نيشنل پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين 1987ع ۾، سندس والد فاضل راهوءَ جي شهادت کان پوءِ ڪيس ان ئي پارٽيءَ جي "سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ" ۾ کنيو ويو. چونڊن واري سياست جو آغاز 1987ع ۾، بلدياتي چونڊن ۾ حصو وٺڻ سان ڪيائين ۽ ضلعي ڪائونسل بدين جو ميمبر بڻيو. 1988ع وارين عام چونڊن ۾ پي- ايس 49 تان، عوامي نيشنل پارٽيءَ جي اميدوار جي حيثيت سان

حصو ورتائين، جنهن ۾ ٿورن ووٽن تان شڪست کاڌائين. 1988ع ۾ ٿي "سنڌي عوام جي قومي اتحاد" جي اڳواڻ سٽ ۾ شامل ٿي. ڪالاباغ ڊيم خلاف جدوجهد ڪيائين ۽ 1989ع ۾ سنڌي اتحاد جو صدر بڻيو. 1990ع ۾ عوامي



تحريڪ جي سياسي ڪيڊر جي ٻن حصن ۾ ورهائجڻ ڪان پوءِ، هيءُ عوامي تحريڪ جي هڪ حصي سان لاڳاپيل رهيو ۽ ان جو صدر چونڊيو. 1990ع جي عام چونڊن ۾، آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ ڪاميابي ماڻيائين. بعد ۾، جام صادق عليءَ جي مخلوط سنڌ حڪومت ۾، لائيو اسٽاڪ ۽ منرل ڊولپمينٽ کاتي ۾ وزير ٿيو. 1993ع جي عام چونڊن ۾ هارايائين. 1995ع ۾ پنهنجي عوامي تحريڪ پارٽيءَ سميت مسلم ليگ (ن) ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ان ئي پارٽيءَ جي پليٽ فارم تان 1997ع وارين عام چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻيائين. بعد ۾ لياقت علي جتوئيءَ جي مخلوط حڪومت ۾ آبڪاريءَ ۽ محصولات (Excise & Taxation) جو وزير ٿيو. 1999ع ۾ غوث علي شاهه جي چيف ايڊوائيزريءَ ۾، پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ کاتي جو صلاحڪار ٿيو. هن وقت پاڪستان مسلم ليگ (ن) جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سنڌ مسلم ليگ (ن) جو چيف ڪوآرڊينيٽر آهي.

**اسماعيل رنگريز جو دستخط نسخو:** شاهه جي رسالي جو هڪ قلمي نسخو، جيڪو سُر ڪلياڻ سان شروع ٿئي ٿو. هيءُ نسخو اسماعيل بن محمد صالح رنگريز (ويٺل شهر نظاماڻي، تعلقي خيرپور رياست) جمعي جي ڏينهن تاريخ 17 جمادي الثاني 1334هه/1915ع تي لکي پورو ڪيو هو. هن ۾ 36 سُر 4985 بيت ۽ 344 وايون ڏنل آهن. هيءُ رسالو سيد محمد بخش شاهه عرف پير محمد جڙئي پتافيءَ کي تعليم ڏيڻ لاءِ سندس والد شير محمد شاهه پتافيءَ لکايو هو. مرحوم پير محمد جڙئي جي چوڻ مطابق هن ساڳئي ڪاتب تيهه کن رسالا لکيا هئا. هيءُ نسخو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پهرئين حصي ۾ "ڪلياڻ" کان "ڪاموڏ" تائين ۽ ٻئي حصي ۾ "رامڪليءَ" کان "بسنت" تائين سُر ڏنل آهن. ڪن سُرن بابت ڪاتب پنهنجي طرفان ڪي اشارا قلمبند ڪيا آهن. جيئن ته:

سر سوهڻي جي ابتدا: "هيءُ سُر "سوهڻي" جو آهي. ظاهر ڳالهه آهي ته راهه ڏياچ جو سِر بيجل کي ملڻ هو صدا ڪرڻ تي. مگر بادشاهه مرشد ڀٽ ڌڻيءَ جي ڪلام مان هن عاجز جي عقل موجب معراج جو بيان معلوم ٿئي ٿو..." الخ

سُروي هنديءَ جي ابتدا: "هن سُر ۾ حضرت بادشاهه ڀٽ ڌڻيءَ جا بيت تصنيف ڪيل نه آهن. مگر پارسي بيت، مثنوي ۽ ٻين معتبر ڪتابن مان چونڊي ۽ سادو ڪبير جي سُرن جي ميلاپ لاءِ رسالي ۾ لکيل تا پائيجن..." الخ

سروي سنڌيءَ جي ابتدا: "سرود سنڌي. حضرت ڀٽ ڌڻي رحمة الله عليه عشق جي باري ۾ چيو آهي..." الخ

ڍول مارو جي ابتدا: "وڏن فقيرن جي ڳالهه نه مرشد جو ڪلام نه آهي."

هير رانجهي جي ابتدا: "هير رانجهي جو سُر فقيرن جي چوڻ موجب نه بادشاهه مرشد ڪريم جو چيل نه آهي. باقي سُرن جي ميلاپ لاءِ چيل ٻين جو آهي ۽ رسالي شريف ۾ لکيو ائون..." الخ

**اسماعيل شاهه بخاري:** ڏهين صدي هجريءَ ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي بزرگ، ڏاها ۽ عالم ٿي گذريا آهن. انهن ۾ اسماعيل شاهه بخاري به هڪ هو. هيءُ بزرگ سنڌ جي معروف بزرگ ۽ عالم مخدوم نوح سرور جي خليفن مان هو. ڪڪراليءَ ۾ پيدا ٿيو. ڪامل شخصيت جو مالڪ هو. ڪيترين ئي روايتون سان منسلڪ آهن بزرگيءَ ۽ شخصي حوالي سان ٻارهين صديءَ ۾ سندس وڏي هاڪ هئي. هو "سنڌي ڪامل" جي حوالي سان هرهنڌ مشهور هو.

**اسماعيل شاهه بخاريءَ جي درگاهه:** هي مقبرو تورڪي قبرستان (تصريپور لڳ) واقع آهي ۽ ارغون ترخان دور سان تعلق رکي ٿو. ميين ونهين جي مقبري کان اولهه ۾ هڪ سفيد قبو اسماعيل شاهه بخاريءَ جي مزار آهي. ڪرو، ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. مزار جي دروازي تي نهايت نفيس ڪم ٿيل آهي. پاڻ متيارين جو ويٺل هو. ميين ونهين جو همعصر هو. ميين ونهين جي وفات کان پوءِ هن بزرگ به جهان ڇڏيو. اتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**اسماعيل شيخ:** مشهور اسڪالر ۽ لوڪ ادب جي ماهر شيخ محمد اسماعيل 21 جنوري 1926ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم تصريپور ۾ حاصل ڪئي. ورهاڱي کان اڳ سنڌي فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ هن جو ارادو پوليس ۾ ڀرتي ٿيڻ جو هو، پر والد جي خواهش تي مارچ 1948ع ڌاري تعليم کاتي ۾ استاد طور ڀرتي ٿيو. 1949ع ڌاري جڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پي ايڇ ڊي ڪري واپس آيو ۽ 1951ع ڌاري علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي خواهش تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ايجوڪيشن شعبي ۾ استاد



مقرر ٿيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سنڌي لوڪ ادب ۽ سنڌي لغت اسڪيم شروع ڪيائين ته هن شيخ اسماعيل کي به ان ڪم ۾ شامل ڪيو. شيخ محمد اسماعيل صاحب نه رڳو انهن ٻنهي اسڪيمن ۾ شاهه جي رسالي جي ترتيب واري اسڪيم ۾ به ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان همڪار ۽ ٻانهن ٻيلي رهيو. لغت اسڪيم ۽ لوڪ ادب اسڪيم جي باقاعدي آفيس اولڊ ڪيمپس حيدرآباد ۾ قائم ٿي ته شيخ محمد اسماعيل صاحب ڪيترن ٻين ناميارن عالمن، اديبن سان گڏ اتي هڪ پورهيت اديب واڱر ڪم ڪيو ۽ پوري اڌ صدي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي سائيءَ طور سندس ڪم ۾ مددگار رهيو. شيخ صاحب سان گڏ محمد بخش واصف، سردار علي شاهه ذاڪر، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ابن حيات پنهور، ولي محمد طاهرزادو، استاد محمد يعقوب ميمڻ، طالب لوهار، ممتاز مرزا، عزيز شيخ ۽ ٻيا انهن اسڪيمن ۾ شامل رهيا. شيخ صاحب، ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان رفاقت دوران ڪيترن علمي مطالعاتي دورن ۽ لوڪ ادب جي ڪچهرين ۾ شامل رهيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي اڪثر ڪتابن جي پروف ريڊنگ جو ڪم شيخ صاحب جي حوالي رهيو ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب اڪثر ڪتابن ۾ شيخ صاحب جي انهيءَ پورهئي جو اعتراف ڪيو آهي.

شيخ صاحب، ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان ڀٽ شاهه ۾ ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ به سائي رهيو. شيخ صاحب بنيادي طور استاد هو. هو پرائمري استادن جي نمائنده جماعت (پ ت الف) جي پهرئين باني صدر مرحوم جان محمد جماليءَ جو مخلص دوست ۽ بيباڪ سائي رهيو ۽ استادن جي مسئلي تي جڏهن به اعليٰ اختيارن سان گڏجاڻيون ٿينديون هيون ته هي ڳالهين واري ٽيم ۾ شامل هوندو هو. هو منهن تي سچ چوندڙ شخص هو. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ وقت جي صوبائي وزير تعليم سان ٿيل جهيڙي ان دور جي استادن کي ياد آهن. جنهنڪري کيس 8 مهينن لاءِ ملازمت کان بيدخل ٿيڻو پيو. جنوري 1986ع ۾ رٽائر ڪيائين. شيخ صاحب علامه آءِ آءِ قاضي تحقيقي اشاعتي رٿا،

مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي اشاعتي سلسلي ۽ ٻين ڪمن ۾ به ڊاڪٽر بلوچ جو ساٿي رهيو. کيس ادبي ۽ علمي خدمتن جي اعتراف طور 1998ع ۾ ڀٽ شاهه ۾ شاهه جي ميلي تي لطيف اوارڊ ڏنو ويو.

فيبروري 1999ع ۾ سندس علمي خدمتن کي سامهون رکي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو اڳوڻو چيئرمين ڊاڪٽر غلام علي الانا کيس اٿارٽيءَ ۾ وٺي آيو ۽ کيس انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا سيل جو انچارج ڪيائين. شيخ صاحب لغت آفيس کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو. پر ڊاڪٽر الانا صاحب ۽ ان وقت جي سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت کاتي عبدالحميد آخوند جي گذارش تي هن اٿارٽيءَ ۾ اچي انسائيڪلوپيڊيا جي ڪم ۾ هٿ وڌو. کيس ڪارڪنن جي هڪ ٽيم مهيا ڪئي وئي، جن هزارين ڪتابن جي اڀياس ۽ مختلف ضلعن ۾ ڪارڪنن جي نيٽ ورڪ رستي انسائيڪلو پيڊيا جو هڪ هزار صفحن تي مشتمل الف-ب تائين پهريون جلد تيار ڪري ورتو جيڪو ايڊيٽنگ کان پوءِ ڇپائيءَ لاءِ وڃڻو هو. پر ڊاڪٽر الانا صاحب اٿارٽي ڇڏي ويو ۽ پوءِ اهو ڪم شيخ محمد اسماعيل جي زندگيءَ ۾ اشاعت جي زيور سان آراسته نه ٿي سگهيو. شيخ صاحب جي دل ٻجهي پئي. ٿرت ٿي 22 جنوري 2002ع تي وفات ڪري ويو. کيس ٽنڊي آغا حيدرآباد جي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**اسماعيل فقير ڏيرو:** حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي خاص حاضريءَ جو نوڪر هو.

**اسماعيل فقير سمون:** هيءُ فقير "ٻين ۽ ٻور" جو ويٺل هو. تنهنڪري "اسماعيل فقير ٻين ۽ ٻوري" سڏبو هو. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي خاص حاضريءَ جو نوڪر هو.

**اسماعيل موندرو:** سگهڙ، شاعر. اسماعيل پٽ ڪريم ڏنو پٽ اسماعيل، ٻاڙو اسحاق پوٽا موندرا. ويٺل ڪارڙي (الڳ ڪڇيءَ واري وانڍ) تعلقو سون مياڻي. 1800ع ڌاري ڄائو.

**اسماعيلي:** شيعن جو هڪ فرقو جيڪو "شيعا اماميه اسماعيليه" سڏبو آهي. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام پنهنجي وفات (148هه/765ع) وقت، پنهنجي وڏي فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام کي پنهنجو وصي مقرر ڪيو. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام کي ست پٽ هئا: (1) حضرت اسماعيل (2) حضرت عبدالله (3) حضرت موسيٰ ڪاظم، (4) حضرت اسحاق، (5) حضرت عباس، (6) حضرت محمد ۽ (7) حضرت علي. انهن مان هر هڪ فرزند امامت جي دعويٰ ڪئي هئي. انهيءَ ڪري هڪ کان وڌيڪ فرقا پيدا ٿيا. انهن ۾ مشهور موسويه ۽ اسماعيليه فرقا ٿيا. اسماعيلي فرقي وارا حضرت اسماعيل بن جعفر صادق جي امامت جا قائل آهن.

اسماعيلين جي دعويٰ آهي ته امامت الله سائينءَ طرفان عطا ٿيندي آهي. هڪ گروهه جو خيال آهي ته جڏهن حضرت امام جعفر صادق عليه السلام، حضرت اسماعيل کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيو ان کان پوءِ هو (حضرت اسماعيل) جلدي وفات ڪري ويو. جنهنڪري پوءِ سندس ٻئي فرزند حضرت موسيٰ ڪاظم کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيو هئائون.

ٻئي گروهه جو خيال آهي ته حضرت امام جعفر صادق پهرين پنهنجي وڏي فرزند، حضرت اسماعيل کي پنهنجو جاءِ نشين بڻايو پر پوءِ ڪنهن ڳالهه تان مٿن ناراض ٿي پيا ۽ حضرت اسماعيل کان اهو حق واپس وٺي، ٻئي فرزند حضرت موسيٰ ڪاظم کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيو.

بهرحال، جڏهن حضرت امام جعفر صادق هن جهان ڇڏيو تڏهن شيعا ٻن مکيه گروهن ۾ ورهائجي ويا. اهو گروهه، جنهن حضرت اسماعيل کي پنهنجو امام تسليم ڪيو اهي ٿيا اسماعيلي، ۽ جن حضرت موسيٰ ڪاظم کي پنهنجو امام مڃيو اهي موسوي ٿيا.

اسماعيلين، حضرت اسماعيل کان پوءِ سندس فرزند حضرت محمد بن اسماعيل کي پنهنجو امام مڃيو. اهڙيءَ طرح اڳتي هلي اسماعيلي پنهنجي ارڙهين امام، حضرت امام مستنصر بالله تائين متحد رهندا ۽ فاطمي خلافت جي حيثيت ۾ حڪومت ڪندا آيا.

ان کان پوءِ مصر جي فاطمي خليفي ۽ حضرت امام مستنصر بالله جي وفات کان پوءِ اسماعيلي اڳتي ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا اهي جن حضرت امام مستنصر بالله جي وڏي فرزند، حضرت شاهه نزار کي پنهنجو امام مڃيو سي ٿيا اسماعيلي نزاري، ۽ اهو گروهه جنهن امام مستنصر بالله جي ٻئي فرزند حضرت مستعليءَ کي پنهنجو امام مڃيو سي ٿيا اسماعيلي بوهرا.

اسماعيلي نزارين جا داعي سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيل هئا. يمن، عدن، ايران، سنڌ، افغانستان، چين، وچ مشرق ايشيا، تيونس ۽ موراڪو وغيره ملڪن ۾ اسماعيلي نزاري پنهنجي تبليغ ۾ ڪامياب ٿيا. يعني انهن داعين، مشرق، مغرب ۽ آفريڪا، يمن ۽ برصغير پاڪ ۽ هند ۾ پنهنجا حامي پيدا ٿيا.

اسماعيلي نزارين جي عقيدي موجب امام هر زماني ۾ حاضر رهندو آهي، يعني اهي حاضر امام ۾ يقين رکندا آهن. ان کي خدا جو ٻاجهو مڃيندا آهن. سندن عقيدي موجب دنيا جو ڪوبه زمانو امام جي وجود کان خالي رهندو نه آهي. اهڙيءَ طرح اسماعيلي امامت جو سلسلو جاري آهي. هن وقت شاهه ڪريم الحسيني آغاخان، سندن اوڻونجاهون حاضر امام آهي.

نزاري اسماعيلين جا داعي سڄي دنيا ۾ موڪليا ويا. اهي داعي هند ۽ قديم سنڌ ۾ پهتا هئا. سنڌ ۾ عبدالله بن خليع جي پاٽتي "هيثم" کي 270هه/883ع ۾ داعي ڪري موڪليو ويو. ان کان پوءِ مصر جي فاطمي خليفي معزالدين (365_341هه/975_952ع) جلم بن شيبان کي سنڌ ۾ داعي ڪري موڪليو جنهن ملتان ۾ اسماعيلي حڪومت قائم ڪئي ۽ فاطمي خليفي جو سڪو ۽ خطبو جاري ڪيو. ملتان تي هي پهريون اسماعيلي حڪمران هو. 396هه/1005ع ۾ جڏهن محمود غزنويءَ ملتان فتح ڪيو تڏهن ملتان جو والي شيخ ابوالفتح دائود بن نصر اسماعيلي حاڪم هو. هيءُ شيخ حميد جو پوٽو هو. محمود غزنويءَ 401هه/1010ع ۾ ملتان تي آخري حملو ڪيو. ملتان مان اسماعيلي حڪومت جو خاتمو آڻي، شيخ دائود بن نصر کي قيد ڪري غزنيءَ وٺي ويو.

سنڌ جي مشهور محقق مرحوم عبدالله ورياهه کي شيخ دائود بن نصر جا سڪا هٿ آيا هئا. ملتان مان جيئن ئي اسماعيلي حڪومت ختم ٿي، ته اسماعيلين منصوره تي حڪومت شروع ڪئي.

ان کان پوءِ فاطمي خليفي مستنصر بالله (427هه_487/1053_1094ع) جي دور (سن 450هه/1058ع) ۾ داعي احمد، عبدالله ۽ نورالدين (نوراحمد) هندستان ۽ سنڌ ۾ آيا. داعي احمد ۽ عبدالله جون قبرون اڄ به ڪڇ ۽ کنڀات ۾ اسماعيلين جون زيارتگاهون آهن. ٽيون داعي نورالدين (نورمحمد)، موجوده ڀارت جي آنڌراپرديش علائقي يعني دکن طرف تبليغ لاءِ ويو. هن اورنگ آباد جي ڀرپاسي ۾ اسماعيلي دعوت جو ڪم ڪيو. هن وقت سندس قبر اورنگ آباد کان چاليهن ميلن جي مفاصلي تي ڳوٺ 'ٻوند' ۾ آهي، جيڪا مزار "مولائي صاحب" جي نالي سان مشهور آهي.

ساڳئي دور ۾ هڪ داعي فخرالدين کي گجرات طرف موڪليو ويو جنهن کي سفر دوران ڀيلن شهيد ڪري ڇڏيو. اهو داعي ڳوٺ گليا ڪوٽ ۾ دفن آهي. انهن داعين جي گجرات ۾ اچڻ ڪري هن علائقي ۾ اسماعيلين جي

آبادي ڪافي تعداد ۾ آهي.

سنہ 270ھ/ 883ع ۾ جڏهن سنڌ تي هباري حڪمران عبدالله بن عمر هباري، جي حڪومت هئي ته ان وقت داعي هيثم کي سنڌ موڪليو ويو. منصوره ۽ ملتان ۾ گهڻي تعداد ۾ علوي به رهندا هئا. جن جون وڏيون وڏيون جاگيرون هونديون هيون. انهن مان گهڻا اسماعيلي هئا.

جڏهن داعي حلم بن شيبان ملتان پهتو، تڏهن سڀني علوين گڏجي سندس حمايت ڪئي. انهي ڪري حلم بن شيبان آساني، سان ملتان تي قبضو ڪيو. سنڌ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ مصر جي خليفي سيدنا الحاڪم سنڌ جي سومري سردار کي شيخ جو خطاب ڏنو ۽ کيس تلقين ڪيائين ته هو سنڌ ۾ اسماعيلي حڪومت واپس قائم ڪري. تنهن اسماعيلين پاڻ ۾ گڏجي منصوره جي هباري حڪومت کي ختم ڪيو ۽ 410ھ/1019ع ۾ منصوره تي پنهنجي حڪومت قائم ڪيائون ۽ ابن سومر راجپال کي پنهنجو سردار چونڊيائون. آخر ۾ محمود غزنوي، سومنات تي چڙهائي، وقت پهرين 416ھ/ 1025ع ۾ منصوره تي حملو ڪيو ۽ سنڌ ۾ اسماعيلي حڪومت جو خاتمو آندو.

سيد سليمان ندوي، ۽ ٻين محققن جي راءِ ۾ سنڌ جا سومرا، اسماعيلي هئا ۽ اهڙي، طرح لڳ ڀڳ ڏيڍ سؤ سال سومرن جي دور تائين سنڌ ۾ اسماعيلي حڪمران رهيا.

محترم عبدالله ورياه جي راءِ آهي ته محمود غزنوي، جي حملي کان پوءِ به سومرا پنهنجي عقيدي يعني اسماعيلي مذهب تي قائم رهيا ۽ پاڻ کي شيخ جي اسماعيلي لقب سان سڏائيندا هئا، جيئن:

(i) شيخ خفيف 401ھ - 416ھ/ 1025ع

(ii) شيخ سومرا 1 416ھ - 422ھ/ 1030ع

(iii) شيخ راجپال 422ھ - 441ھ/ 1049ع

(iv) شيخ سومر 2 411ھ - 446ھ/ 1054ع

محترم عبدالله ورياه جي راءِ موجب سنڌ ۾ سومرن جي مشهور قديم شهر ۽ سندن تخت گاهه "محمد طور" مان سومرن جي دور جي حاڪمن جي نالي جا سڪا پڻ لڌا آهن جن تي هنن پاڻ لاءِ شيخ جو لقب استعمال ڪيو آهي. اهڙن سومرن حاڪمن ۾ هيٺ ڏنل نالا شامل آهن:

(1) شيخ محمد (محمد طور سومرو)

(2) شيخ ڀاڻو (ڀڻو، ڀنو/ڦوٽو/فتح)

هنن سڪن تي ڪوبہ سن يا ڪٿهن ضرب خاني جو نالو لکيل نہ آهي. ان ڪري خبر نہ ٿي پوي تہ سندن حڪومت جو دور ڪهڙو هو ۽ هي سڪا ڪهڙي شهر جي ضرب خاني مان جاري ڪيا ويا هئا.

اهڙي، طرح قديم سنڌ (پنجاب ۽ ڪشمير سميت) تي هيڪٽي بنيان داعي ناصر خسرو، داعي پير شمس الدين (شمس سبزواري ملتاني)، داعي صلاح الدين، داعي پير شهاب الدين، داعي پير صدرالدين، داعي پير حسن ڪبيرالدين، داعي پير امام شاهه ۽ داعي پير تاج الدين (شاهه طريل) اسماعيلي تبليغ ۾ رڌل رهيا.

اهي ماڻهو جيڪي پير ناصر خسرو، جي هٿ هيٺ اسماعيلي فڪر ۽ فرقي ۾ داخل ٿيا، اهي "مولائي" سڏجڻ ۾ آيا. جيڪي پير شمس جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيا، اهي "شيخ" يا "شمسي" سڏجڻ ۾ آيا. جيڪي پيرصدرالدين جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيا، اهي "خواجه/ خوجا/ کوجا" سڏجڻ ۾ آيا ۽ اهي جن گجرات ۾ پير امام شاهه جي هٿ هيٺ اسلام قبول ڪيو اهي "مؤمن" سڏجڻ ۾ آيا. وچ مشرق يعني تاجڪستان ۽ بدخشان ۾ اسماعيلين کي 'پاميري' چوندا آهن.

**اسماعيلي آغاخاني فرقي جا مبلغ داعي** (ڪتاب): هي، ڪتاب محمد هاشم لالواڻي خواجي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 86 آهن. ڇاپو پهريون. اسماعيليہ ائسوسيئيشن، ڪراچي. سال 1952ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اسماعيليہ ائسوسيئيشن، ڪراچي**: هي، اسماعيلي فرقي جي تنظيم آهي. جنهن جي طرفان امام الزمان جا ارشاد سنڌي، ۽ اردو ۾ ماهوار "فرمان بليٽن" جي عنوان سان شايع ٿيندا آهن ۽ ڪيترائي مذهبي ڪتاب پڻ ڇاپيا ويا آهن. هن اداري طرفان اسماعيلي عقيدي جي اٺتاليهين امام، سر سلطان محمد شاهه آغا خان ٽئين جي "خود نوشته سوانح عمري" ۽ "تاريخ امامت" مکيہ ڪتاب شايع ڪيل آهن. اهڙا ڏهاڪو کن ڪتاب هن اداري ڇاپيا آهن. هن اداري جي فرضن ۾ اهو بہ شامل آهي ته اسماعيلي ٻارن لاءِ سانجهي، واري وقت، مذهبي تعليم لاءِ ڪلاسن هلائڻ جو بندوبست ۽ مذهبي تعليم جي سلسلي ۾ پوري ملڪ ۾ انتظام ڪري، واعظين ۽ مذهبي تعليم جي استادن جي سڪيا جو ڪم بہ ڪري. هاڻي هن تنظيم کي اسماعيلي طريقہ بورڊ' جو نالو ڏنو ويو آهي.

**أسُو**: سنبت جو ستون مهينو جنهن ۾ "ڏياري" ٿيندي آهي ۽ هن مهيني ۾ 31 ڏينهن ليکيا ويندا آهن عيسوي سن مطابق اسو آڪٽوبر ۾ ٿئي ٿو.

**اسور**: چون ٿا تہ هن ساز جو نالو يهودين جي لفظ Eser بمعني ڏهہ تان ورتل آهي. موسيقي جي هن تاريخي ڪتب جي ساز ۾ ڏهہ تارون ٿينديون هيون. چيو وڃي ٿو ته هن ساز جو ذڪر بائيبل ۾ بہ ڪيل آهي. پر ماهران ڳالهہ تي متفق ڪو نہ آهن. پهرين ۾ Asor سان گڏ Kinnor ۽ Nebel بہ لکيل آهن. ٻئي ۾ Nebel ۽ Asor سان هر ڀيري Nebel لفظ استعمال ٿيا آهن. ڏسجي ٿو ته Asor سان هر ڀيري Nebel گڏ اچي ٿو ان ڪري خيال ڪيو ٿو وڃي تہ نيبل نالي ڀيو ڪو ڏهن تارن وارو ساز هو.

لفظ Kinnor جي آوازي صورت سنڌ جي مشهور (ڀٽائي جي رسالي جي سر سورٺ ۾ بيان ڪيل لفظ ڪينرو بطور ساز". 'ڪينر' يا 'ڪينري' جهڙي آهي. ممڪن آهي تہ انهي، ساز جي بائيبل ۾ سازن جي حوالي استعمال ٿيل لفظ Kinnor سان ڪو لاڳاپو هجي.

**أسوه صحابيات**[1] (ڪتاب): هي، ڪتاب حاجي عبدالرحيم جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، ليٿو پرنٽنگ پريس، ڪراچي، مان سال 1922ع ۾ ڇپيو.

**أسوه صحابيات**[2] (ڪتاب): هي، ڪتاب بن حسن ۾ لکيو ويو. جيڪي ٻہ حصا ڇپيل آهن. هن ڪتاب جو ٻيو حصو ڊيمي سائيز ۾ آهي. جنهن ۾ 110 صفحا آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. هي، ڪتاب بہ حاجي عبدالرحيم، ڪراچي، جي ليٿو پرنٽنگ پريس مان 1930ع ۾ شايع ڪرايو.

**أسوه محمدي** (ڪتاب): هي، ڪتاب مولانا غلام حيدر صديقي، جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 90 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد جي طرفان پهريون ڇاپو حيدرآباد مان 1935ع ۾ ڇپيو.

**أس ۽ چانڊ**: ٻارن جي راند. هي، راند بہ ڇوڪريون جدا بہ ڪن. تہ ڇوڪرن سان گڏجي بہ کيڏن. ڏينهن جو شام جي مهل هوندي تہ أس ۽ چانڊ راند ۾ پيش ڪم آئين ۾ رات جو وري چانڊوڪي ۽ اونداهي، کي أس چانڊ چون،

هڪ ٻار آڳ ڏيندو، ٻيا ٻار لوندا هئي ۽ ٻر ٻيهندا. جيڪو ٻُس ۾ آيو ته ان کي وڏي ڏڪ هڻي ڪاٻائيندو، جيڪو ڪانو سو وري آڳ ڏيندو.

**اسير ملاح:** مشهور شاعر اسير ملاح جو اصل نالو محمد ابراهيم ولد چڻو خان ميربحر هو. هن 6 مئي 1957ع تي ڳوٺ ڪاري ڪهي، تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي دادو ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ مشترڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙي مان ڪيائين. 1987ع ۾ ايم. اي (سنڌي) ڪيائين. گورنمينٽ مڊل اسڪول الهه بچايو شوري ۾ JST طور پڙهايائين. هو سنڌي ادبي سنگت ڪوٽڙيءَ جو بنيادي ميمبر ۽ مرڪزي آڊيٽر به رهيو. هن 1969ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪئي.



نثر ۾ مضمون ۽ ڪهاڻيءَ سندس پسند جا موضوع رهيا. هن جا 200 کان مٿي گيت، غزل ۽ نظم وغيره سنڌي زبان جي مختلف ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. شاعري، جاتي ۽ ڪهاڻين ۽ مضمونن جو هڪ ڪتاب ترتيب ڏنائين. ريڊيو ۽ ٽي وي، تان سندس ڪيترا گيت ۽ غزل ڳايا ويا آهن. اسير ملاح سنڌوءَ جي درياهي ٻوليءَ تي مهارت رکندو هو. پڻس مڇين ۽ درياهي شڪار بابت گهڻي ڄاڻ هئس. ڪيترن ئي سالن کان هو جگر جي موذي مرض ۾ مبتلا هو ۽ بيماريءَ سان وڙهندي نيٺ 12 آگسٽ 2009ع جي رات، حيدرآباد جي هڪ اسپتال ۾ وفات ڪيائين. هن جي غزلن جو هڪ ڪتاب تاج جوڻي ترتيب ڏنو آهي، جيڪو ڪويتا پبليڪيشن ٻاران ڇپائي هيٺ آهي.

**اسيمبلي:** اهو قانونساز ادارو، جيڪو سڌو سنئون عوام جي ووٽن ذريعي وجود ۾ اچي. اسيمبليءَ جا ٻه قسم ٿيندا آهن: هڪ قومي اسيمبلي يا مرڪزي چونڊيل "جماعت". جنهن ۾ سڀني صوبن/ علائقن مان آباديءَ جي تناسب سان عوامي نمائندا چونڊجي اچن ٿا. انهن نمائندن کي ايم. اين. اي چوندا آهن. هيءَ اسيمبلي ملڪي سطح تي هوندي آهي. ٻي صوبائي اسيمبلي، جيڪا



ڪنهن صوبي تائين محدود هوندي آهي ۽ انهيءَ ئي صوبي جا ماڻهو ووٽن ذريعي عوامي نمائندا هن اسيمبليءَ ۾ موڪليندا آهن جن کي ايم. پي. اي سڏجي ٿو.

قومي اسيمبلي، قانون سازيءَ کان سواءِ ملڪي آئين ۽ ملڪ جو سياسي ڍانچو به ناهيندي آهي. قومي اسيمبليءَ ۾ ملڪي عالمي حالتن تي بحث ٿيندا آهن.

صوبائي اسيمبلي، صوبي جي سطح تي قانون سازي ڪندي آهي ۽ ان سان گڏ صوبائي اسيمبليءَ ۾ صوبي ۽ ملڪ جي حالتن ۽ عوامي مسئلن تي بحث ٿيندا آهن.

هرهڪ صوبي کي پنهنجي پنهنجي صوبائي اسيمبلي هوندي آهي. جڏهن ته قومي اسيمبلي، سڀني صوبن جي گڏيل اسيمبلي هوندي آهي. صوبائي اسيمبليءَ کي صوبي جي نالي سان به مخاطب ڪيو آهي مثلاً: "صوبائي اسيمبلي سنڌ" يا "سنڌ اسيمبلي". (وڌيڪ ڏسو سنڌ اسيمبلي)

اسيمبلي: "اسيمبلي" اصل ۾ انگريزي لفظ (Assembly) آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڪنهن خاص مقصد لاءِ گڏ ٿيل ميڙ".

**اسيمبلين جون چونڊون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، سنڌ ڪانگريس پارليامينٽري ڪاميٽيءَ، ڪراچيءَ وارن جو جاري ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا ڏنل آهن ۽ هندستان پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان 1936ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**اسين جيئرا آهيون** (ڪتاب): برطانوي ليکڪ پئيرز پال ريڊ جي ڪتاب "Alive" جو سنڌي مترجم محمود مغل آهي. ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 316 آهن. ناري پبليڪيشن حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اپريل 1992ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 75 رپيا ڄاڻايل آهي.

**اسين ۽ اوهين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فيض محمد سومري جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، پاڪستان هيرالڊ پريس ڪراچيءَ مان 1952ع ۾ ڇپيو.

**اشاعت** (Publishing): ڪنهن مواد، ڪتاب، رسالي ۽ اخبار وغيره کي شايع ڪرڻ. ٻين لفظن ۾ "اشاعت" مان مراد "ڪنهن تصنيف کي موزون صورت ۾ تيار ڪري، مؤثر طريقي سان ڇپائي گهڻي کان گهڻن ماڻهن تائين، واپارين جي ذريعي يا سڌوسنئون پهچائڻ واري نظم نظام کي اشاعت چئبو آهي.

مسودن کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ ۽ وڪڻڻ جو فن، قديم يونان کان شروع ٿيو. سلطنت روم ۾ ته هي ڪم باقاعدي ڪاروبار جي شڪل اختيار ڪري چڪو هو. وچئين دور ۾ مسودن کي تحرير ڪرڻ جو ڪم جيئن ته فقط راهبن تائين ئي محدود هو، تنهنڪري نشر ۽ اشاعت جو اهو سلسلو ٿورو ماٺو ٿي ويو. البت پيهر يورپ جي سجاڳيءَ واري دؤر ۾ اهو ڪجهه اڳتي وڌيو. ۽ وسيع پيماني تي تصنيفن جو نقل تيار ڪرڻ ان وقت ممڪن ٿي سگهيو. پندرهين صديءَ جي وچ واري دور ۾ جڏهن يورپ، ٽائيپ جي اکرن کان واقف ٿيو تڏهن ڇپائيءَ جي ڪم ۾ تيزيءَ آئي. ان جي ترقيءَ ۾ گرجا جي مذهبي مناظري بازي به مددگار ثابت ٿي. جنهنڪري سلسلي وار ڪتاب لکڻ شروع ٿيا. ۽ جلد ئي اشاعت ۽ ڇپائيءَ جا الڳ الڳ ڪم شروع ڪيا ويا.

عام خيال آهي ته پهريون اشاعت گهر "ڪرزوير گهراڻي" جو هو. جنهن 1583ع ۾ اشاعت جو ڪم شروع ڪيو پر ان هوندي به طابع، ناشر ۽ ڪتاب وڪڻندڙ ۾ صحيح فرق ارڙهين صديءَ کان پهرين واضح ٿي نه سگهيو ۽ هيئنر به اڪثر حالتن ۾ انهن جي ڪم ۾ فرق ڪرڻ مشڪل ٿئي ٿو.

سنڌ ۾ اشاعت جو سلسلو برٽش دور کان شروع ٿئي ٿو. سنڌ ۾ پهرين پريس "ڪراچي ايڊورٽائيزر پريس" جي نالي سان 1844ع ۾ لڳائي وئي. جيڪا سرڪاري هئي. هن ڇاپخاني مان "ڪراچي ايڊورٽائيزر" نالي پهرين اخبار نڪتي. پر خانگي طور پهريون ڇاپخانو مرزا مخلص علي علويءَ قائم ڪيو. بقول سيد پير حسام الدين راشديءَ ته، "سنڌ ۾ پهريون ڇاپخانو ڪڏهن قائم ٿيو ان جو صحيح پتو ڪونه آهي. ليڪن "چٽ جي ٻار" نالي ڪتاب 1853ع ۾، ڪراچي جي ليٿو پريس مان شايع ٿيو. گويا انگريزن جي اچڻ

بعد ڏهن سالن اندر سنڌ ۾ پريس قائم ٿي ويئي" سنڌ ۾ سڀ کان پهرين اخبار "مفرح القلوب" فارسي زبان ۾ 1855ع ۾ ڪراچي مان شايع ٿي.

انگريزن جي شروعاتي دور ۾ سنڌ ۾ اشاعت ۽ ڇپائيءَ جو ڪم هڪ ئي فرد يا ادارو ڪندو هو، يعني جنهن جو ڇاپخانو هوندو هو، اهو ئي پرنٽر ۽ پبلشر به هوندو هو. پر اشاعت جو ڪم ڇپائي جي ڪم (Printing) کان الڳ آهي. ان وقت اڪثر پبلشر يا ته سرڪاري ادارا هئا، يعني سرڪار پاڻ هئي، يا گهڻو ڪري اهو واپاري طبقو هو، جيڪو لکيل پڙهيل ماڻهن لاءِ مذهبي ۽ درسي مواد ڇپرائي پڌرو ڪندو هو. جڏهن مزاحمتي سوچ وڌي ۽ هندو مسلم تفريق کي هوا ڏني وئي ته اشاعتي ادارا به ورهائجي ويا، ۽ اهو فرق ورهاڱي تائين هلندو آيو. البت انگريزن لاءِ سڀني کي نفرت هئي ۽ اشاعتي مواد ۾ گهڻو حصو خاص ڪري اخبارون، اهڙي مواد سان ڀريون پيون هونديون هيون ۽ اهو سياسي عنصر اڄ به اسان جي صحافتي دنيا تي غالب آهي. ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ اشاعتي حوالي سان هڪ زبردست خال پيدا ٿي ويا. اگرچه ٿي گهڻ جيترا مسلمان پبلشر پوئتي وڃي بچيا، جيڪي اشاعت جي ڪم کان واقف هئا. پوءِ سنڌي ادبي بورڊ ئي واحد ادارو هو جيڪو اشاعت جو ڪم ڪرڻ لڳو هو. خانگي پاسي کان فردن پنهنجو شوق پوري ڪرڻ لاءِ ڪي ڪتاب پنهنجي ڇپرايا ۽ شايع ڪيا. پر ڪو نالي وارو خانگي ادارو وجود ۾ نه آيو ويجهي ماضي ۾ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ اشاعت جو ڪم ڪندڙ خانگي ادارا قائم ٿيا، جن ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد نمايان هو. ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ کان پوءِ سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جي اشاعت جو ڪم زور سان ٿيڻ لڳو ۽ ڪيترين ئي نيون اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب مارڪيٽ ۾ اچڻ لڳا. انهيءَ دوران انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي به اشاعتي اداري طور اڳيان آيو ۽ خانگي ادارن ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي ۽ روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو/ حيدرآباد نمايان رهيا. پر انهي دوران ٻين ڪيترن ادارن به جنم ورتو سرڪاري ادارن مان هن وقت جيڪي سنڌي اشاعتي ڪم ڪن ٿا، انهن ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي ۽ سچل چيئر خيرپوريونيورسٽي شامل آهن. جڏهن ته خانگي ادارن ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو/ حيدرآباد، سنڌي ساهت گهر/ منصور پبليڪيشن، ڪرينا پبليڪيشن حيدرآباد، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ نيشنل اڪيڊمي حيدرآباد، سي پي سي ايس، پاڪيزه پرنٽرز حيدرآباد، مارئي ڪتاب گهر سڪرنڊ، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، ڪنول پبليڪيشن قمبر ۽ ٻيا ڪيترا ادبي اشاعتي ادارا سنڌي ڪتابن جي اشاعت جو ڪم ڪري رهيا آهن.

**اشا ڪال يا مرهٽا جيون پربات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هري نارائڻ آپٽيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي. هن ۾ 374 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. سندر ساهتيه پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ، سال 1947ع ۾ ڇپايو.

**اشبهار:** اشبهار هڪ قلعي جو نالو آهي. جڏهن محمد بن قاسم ديبل، نيرون ڪوٽ، سيوهڻ وغيره جا قلعا فتح ڪيا ته پوءِ اشبهار جي قلعي ڏانهن ڪوچ ڪيائين. جيئن ته چچ نامي ۾ اشبهار جي قلعي ۽ ديبل، نيرون ڪوٽ، سيوهڻ کي ساڳي هجري سن 93 هه مطابق 711ع ۾ فتح ڪيو ان ڪري گمان نڪري ٿو ته اهو قلعو سنڌ ۾ يا سنڌ جي آسپاس هوندو. جنهن بابت وڌيڪ معلومات نه ملي سگهي آهي. البت اهو ڏس ملي ٿو ته هي قلعو به محمد بن قاسم فتح ڪيو.

**اشتراڪيت:** حڪومت جو اهڙو سرشتو جنهن ۾ ملڪ جي ملڪيت ۾ سڀني جو هڪ جيترو حصو هجي اهو معاشي نظريو جيڪو نجي ملڪيت جو مخالف ۽ دولت جي عوامي استعمال جو حامي هجي. ان کي "سوشلزم" چئبو آهي.

انگلستان ۾ صنعتي انقلاب ارڙهين صديءَ ۾ شروع ٿيو ۽ پوءِ سڄي يورپ ۾ پکڙجي ويو. ان جي نتيجي ۾ سرمائيداريءَ جو سماجي نظام اڀريو. ان جي خلاف اشتراڪيت جي نظريي "انقلابي" رخ اختيار ڪري ورتو اهو متبادل سماجي نظام طور سوويت يونين ۾ 1917ع ۾ نافذ ٿيو ۽ پوءِ دنيا ۾ ٻيون اشتراڪي رياستون به وجود ۾ آيون. سوويت يونين جي اشتراڪي مملڪت 70 سال قائم رهي. (وڌيڪ ڏسو: سوشلزم)

**اشتياق اظهر:** صحافي، شاعر، سياسي تجزيه نگار ۽ سياسي اڳواڻ. اشتياق اظهر 3 مئي 1924ع تي ڪانپور (ڀارت) ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو سيد ذوالفقار حسين رضوي هو. اشتياق اظهر بي اي تائين تعليم علي ڳڙهه ۽ ڪانپور جي تعليمي ادارن مان حاصل ڪئي. عملي صحافت جي شروعات 1946ع کان روزانه "تنوير" لکنؤ جي نمائندي جي حيثيت سان ڪيائين. ان کان پوءِ بيشمار اخبارن سان لاڳاپيل رهيو، جن ۾ "امروز"، "نواءِ وقت" ۽ "جنگ" (ڪراچي) قابل ذڪر آهن. مسلم ليگ ۾ ڪيترين ئي حيثيتن سان ڪارڪن ٿي ڪم ڪيائين.



1953ع کان 1957ع تائين ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ حڪومت سنڌ جو انفارميشن آفيسر رهيو. 1957ع کان 1968ع تائين ڪراچيءَ، حيدرآباد، خيرپور ۽ سرگوڌا ڊويزن جو اسسٽنٽ انفارميشن ڊائريڪٽر ۽ 1968ع کان 1972ع تائين ڊائريڪٽر انفارميشن جي حيثيت ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ ملتان ۾ ڪم ڪندو رهيو. "حسرت موهاني ميموريل سوسائٽيءَ" جو تاحيات صدر هو. ڪافي وقت ايم. ڪيو. ايم جي مرڪزي رابطه ڪائونسل جو ميمبر رهيو. ايم. ڪيو. ايم جي اعليٰ قيادت سان اختلافن بعد هي ڪجهه عرصو خاموش رهيو. آخر مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. سندس انتقال 4 نومبر 1999ع تي ڪراچي ۾ ٿيو.

**اشتياق انصاري:** اشتياق انصاري، سنڌي ٻوليءَ جي ناميارو اديب انيس انصاريءَ جو فرزند آهي. سندس مڪمل نالو اشتياق احمد انصاري ۽ قلمي نالو اشتياق انصاري آهي. سندس جنم 30 جنوري 1952ع تي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو ۽ مستقل رهائش "لاهوري محلي" لاڙڪاڻي ۾ اٿس. شروعاتي تعليم قمبر مان ۽ لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن سان گڏ مهراڻ يونيورسٽيءَ مان سول انجنيئر جي ڊگري حاصل ڪئي.



شاگرديءَ واري زماني ۾ ڪرڪيٽ ۽ ٻين راندين سان دلچسپي هئس. سنڌو اٿلِيٽ به رهيو ۽ شاگرد سياست ۾ به ڀرپور ورتائين ۽ ڪجهه عرصو جيل ۾ به رهيو. سير سفر ۽ تحقيق سندس مشغلو رهيو مهر جوڻيءَ واري سلسلي ۾ هن سائين سان گڏجي 1989ع ۾ ٻيڙين ذريعي درياهه ڪابل کان مهم شروع ڪئي، جيڪا

عربي سمنڊ ۾ پورٽ قاسم وٽ ختم ٿيڻ وٺي. انڊس ڊيلٽا بابت مهمن دوران ديبل بندر جي ڳولا ۾ ڪيائين ۽ ان کان سواءِ اڄڙي ٿر، لاهوت ۽ ڪيرٿر جا تحقيقي سفر ڪيائين. هن سفرناما ۽ ڪهاڻيون به لکيون آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا" (تحقيق) ۽ "خيما ڪاهوڙين" (سفرنامو)، اينٿراپالاجيڪل ناول "ڳوڙهن مٽيءَ جا ڪوڙ"، "ووڙيم سپ وڻ" (سفرنامو)، "ڪيس انصاري فن ۽ شخصيت"، "ڌرتي ماتا" (تحقيق)، "جتي مانڪ ماڳ" (تحقيقي مضمون) ڇپيل آهن ۽ "ڏکر" (ڪهاڻيون) اڻڇپيل ڪتاب آهي. ڪيس سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا طرفان اوارڊ پڻ مليا آهن. هن گهڻائي ملڪ گهميا آهن. هينئر دادوءَ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر (واپڊا) طور فرض نڀائي رهيو آهي. حسين آباد، حيدرآباد ۾ پنهنجي جيون ساٿڻ شبنم گل سان گڏ رهائش پذير آهي، جيڪا پڻ سنڌي زبان جي مشهور ڪهاڻيڪاره ۽ ڊرامه نگار آهي.

**اشتياق حسين قريشي، ڊاڪٽر:** تاريخدان، استاد. ڊاڪٽر اشتياق حسين قريشي 20 نومبر 1903ع تي ڀارت جي رياست "پٽيالا" ۾ ڄائو. دهليءَ ۽ ڪئمبرج مان تعليم حاصل ڪيائين. ٽيهن سالن کان وڌيڪ عرصي تائين دهليءَ، پنجاب ۽ ڪولمبيا جي يونيورسٽين ۾ تاريخ پڙهائيندڙ رهيو. پاڪستان ۽ هندستان جي هسٽاريڪل رڪارڊس ڪميشن، انسٽيٽيوٽ آف انٽرنيشنل افيئرس، انڊين هسٽري ڪانفرنس ۽ پاڪستان هسٽري سوسائٽيءَ جي انتظامي مجلسن جو ميمبر



رهيو. تقريباً 11 سال ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ 1979ع ۾ "مقتدره قومي زبان" جو پهريون چيئرمين مقرر ٿيو. ان کان اڳ ۾ 1949ع کان 1951ع تائين حڪومت پاڪستان جو نائب وزير داخلا ۽ پوءِ وزير مملڪت ۽ 1951ع کان 1954ع تائين وزير تعليم به رهيو. هن کيس پهرين "ستاره پاڪستان" ۽ پوءِ "هلال امتياز" جا اعزاز ڏنا ويا. 22 جنوري 1981ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين. قريشي صاحب ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو.

**اِشراقُ:** سج اڀرڻ کان اڳ نفلي نماز. تصوف جي اصطلاح ۾ پيري کان طالب کي روحاني روشنائيءَ ۽ فيض جي پهچ (باطن جي صفائي).

**اشرف العلوم**[1]**:** "مثنويءَ مولانا روميءَ" جو سنڌي ترجمو هي ترجمو مولانا دين محمد 'اديب' فيروزشاهيءَ پنجن جلدن ۾ ڪيو آهي. هر هڪ جلد جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

جلد-1: هي: جلد 204 صفحن تي مشتمل آهي. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران ڇپيو. ڪتاب رايل سائيز ۾ آهي ۽ ان جي قيمت 3 رپيا آهي. پهريون ڇاپو 1951ع ۾ ڇپيو. ٻيو ڇاپو 1960ع ۾ ڇپيو ۽ ان ڇاپي ۾ 253 صفحا آهن.

جلد-2: هي: جلد 181 ع صفحن تي مشتمل آهي. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران ڇپيو. ڪتاب جو جلد ڪچو ۽ قيمت 3 رپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1951ع ۾ رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان شايع ٿيو.

جلد-3: هي: جلد 249 صفحن تي مشتمل آهي. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران ڇپيو. رايل سائيز ۾، ڪچي جلد سان ڪتاب جي قيمت 3 رپيا آهي. پهريون ڇاپو 1953ع ۾ ڇپيو.

جلد-4: هي: جلد 275 صفحن تي مشتمل آهي. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران ڇپيو. رايل سائيز ۾، ڪچي جلد سان ڪتاب جي قيمت ساڍا ٽي رپيا آهن. پهريون ڇاپو 1955ع ۾ ڇپيو.

جلد-5: هي: جلد 326 صفحن تي آهي. ڪتاب رايل سائيز ۾، ڪچي جلد سان آهي ۽ قيمت ساڍا ٽي رپيا آهن. آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1956ع ۾ ڇپيو.

**اشرف، ڊبليو. تاباني:** واپاري، منتظم، سابق گورنر سنڌ. 12 ڊسمبر 1930ع تي برما جي شهر "رنگون" ۾ ڄائو. فلاڊلفيا ڪاليج آف ٽيڪسٽائيل اينڊ سائنس (آمريڪا) مان ٽيڪسٽائيل انجنيئرنگ جي شعبي ۾ بي.ايس.سي جي ڊگري ورتائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ڪراچيءَ آيو ۽ خاص ڪري ٽيڪسٽائيل ۾ گهري دلچسپي وٺڻ لڳو. 1944ع کان 1972ع تائين چار دفعا پاڪستان سلڪ ۽ ريان ملز ايسوسيئيشن جو صدر چونڊيو ويو.



نومبر 1947ع کان آگسٽ 1975ع تائين فشريز بورڊ، حڪومت پاڪستان جو صدر رهيو. اپريل 1973ع کان اپريل 1975ع تائين صنعتي ترقياتي بئنڪ جي انتظامي مجلس جو صدر نشين رهيو. آڪٽوبر 1972ع کان فيبروري 1976ع تائين ايڪسپورٽ پروموشن بيورو جو چيئرمين. مئي 1981ع کان اپريل 1984ع تائين سنڌ جي صوبائي ڪابينه ۾ خزاني، صنعت ۽ محصول جو وزير ۽ جنوري 1987ع کان جون 1988ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو. ان کان پوءِ سيري شوگرملز لميٽيڊ جو چيئرمين ۽ ايسٽرن فيڊرل يونين انشورنس لميٽيڊ جو ڊائريڪٽر رهيو آهي. ان کان سواءِ انٽرنيشنل آرگنائيزيشن آف ايمپلائيز (جنيوا) جو چونڊيل نائب صدر ۽ اقوام متحده جي ايجنسي انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن (آءِ. ايل. او) جي انتظامي مجلس جو 1990ع کان وٺي ميمبر رهيو. تازو 16 جولاءِ 2009ع تي وفات ڪري ويو آهي.

**اشرف سمون، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر محمد اشرف سمون، 3 مارچ 1951ع ڌاري تعلقي ٺٽي جي ڳوٺ راڄو نظامانيءَ، لڳ "جهرڪ" ۾ ڄائو. سندس والد مولوي عبدالله سمون، سنڌ ۾ فقه جو برک عالم ٿي گذريو آهي. تعليم جو گهڻو حصو پنهنجي والد کان. عربيءَ جي تعليم مختلف عالمن کان. قرآن پاڪ جو تفسير مولانا عبيدالله درخواستيءَ، خانپور واري وٽ ۽ حديث پاڪ جو دور مظهرالعلوم کڏي واري مدرسي ۾ پورو ڪري، حديث جي سَنَدَ حاصل ڪيائين. هن 1970ع ۾ دارالعلوم امجديه ڪراچيءَ مان فاضل عربيءَ جو امتحان پاس ڪيو. 1979ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي جو امتحان نمايان حيثيت ۾ پاس ڪرڻ کانپوءِ 1982ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. 1991ع ڌاري علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهنمائيءَ ۾ "ٻارهين صديءَ جي سنڌي محدثن جون خدمتون" جي عنوان سان مقالو لکي، ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. "مڪاتيب النبي" جي موضوع تي "سونا ورق" سندس مشهور تصنيف آهي. محمد هاشم ٺٽويءَ جي عربي تصنيف "وصية الهاشمية" جو "شاندار تحفه" نالي سان اُردوءَ مان ترجمو ڪيائين. جيڪو "الرشيد اڪيڊميءَ" ڪراچيءَ پاران ڇپيو. ٻاهر ايران، سنگاپور، دبئيءَ ۽ ٻين ڪيترن ملڪن جي ڪانفرنسن ۾، ملڪ جي نمائندگي ڪري چڪو آهي. تفهيم دين، فهم القرآن ۽ سيرت النبيءَ کان سواءِ، پاڪستان ٽيليويزن تان سندس مختلف علمي ۽ ادبي پروگرام نشر ٿي چُڪا آهن. تازو ڪراچي يونيورسٽيءَ پنهنجي نصابي ڪميٽيءَ ۾ کيس ميمبر منتخب ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هن وقت گورنمينٽ ڪامرس ڪاليج ڪراچيءَ جي اسلاميات واري شعبي جو صدر آهي.

**اشرف شاهه ڪاماراڻي:** پير محمد اشرف شاهه ڪاماري وارو سال 1214هه/1799ع ڌاري ڳوٺ ڪرم خان جمالي، تعلقي ٽنڊو باگو ۾ ڄائو. هو، شيخ بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. سندس ڏاڏو مخدوم شيخ محمد اشرف، سنڌ ۾ اچي رهيو. ٽنڊي هوندي کان ئي پير محمد اشرف جو فقيري ۽ شعر و شاعريءَ ڏانهن لاڙو هو. سندس چيل مداحون، مولود، مناقبا ۽



ڪافيون رسالي جي صورت ۾ موجود آهن.

پير اشرف شاهه قريشي، بعد ۾ ٽنڪيرن مان لڏي اچي ڪاماري شريف ۾ رهيو. پير صاحب ٻارهين مهيني ملتان ويندو هو. سفر دوران جتان جتان به سندس گذر ٿيندو هو، اُتان سندس هزارين معتقد ۽ مريد اچيان ڪندا هئا. رياست بهاولپور جو نواب، صادق محمد خان عباسي (اول) سندس وڏو معتقد هو. سندس فرزند شيخ محمد غوث کي ڳوٺ "راڄي خاناڻيءَ" ۾ ڪن شرير ماڻهن ڏينهن ڏٺي جو قتل ڪري ڇڏيو. انهيءَ واقعي جو مٿس گهڻو اثر پيو. پر جڏهن قاتل سندس پيرن تي اچي ڪريا، ته کين معاف ڪري ڇڏيائين.

پنهنجي پٽ جي وفات کان پوءِ، پاڻ گهڻو وقت عبادت ۾ گذاريندو هو. آخر 14 ربيع الاول 1277هه / جولاءِ 1860ع ڌاري ڳوٺ ڪاماري شريف، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ وفات ڪيائين، جتي سندس مزار تي عاليشان مقبرو تعمير ٿيل آهي.

**اَشَرفي:** سون جو هڪ سڪو هو، رَتو ٽڪر جدا جدا ملڪن ۽ حڪومتن ۾ اشرفيءَ جي تور مختلف رهي آهي. سنڌ ۾ عام طرح انگريزي دور واري "گني" هلندڙ هئي، جنهن جي تور ڏهه ماسا ليکي ويندي آهي.

**اشعار ثنائي(ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مولانا ثناءُ الله "ثنائيءَ" جو لکيل آهي، جنهن ۾ سندس مختلف ڪلام چيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 93 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا آهي. ڇاپو پهريون. حافظ برادران، سکر مان سن 1974ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مولوي محمد عظيم سعيد پريس، ڪراچيءَ مان ڇپايو، جنهن جي ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 56 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا ڄاڻايل آهي.

**اَشعَري:** ابوالحسن علي بن اسماعيل الاشعري (ولادت 873ع ۽ وفات 935ع) شهر بصري جو وڏو فلسفي مصنف هو. جنهن "معتزل" جي رد ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا. جهڙوڪ: "ڪتاب الشرح والتفصيل"، "ڪتاب اللمع" وغيره. بغداد ۾ وفات ڪيائين. عقائد ۾ اهل سنت جو هڪ امام سمجهيو ويندو آهي.

**اشلوڪ:** هي لفظ سناتن ڌرم (هندو ڌرم) جي اوائلي ڌرمي پستڪن، ويدن وغيره جي آيتن/ سِٽن ۽ ڪوتا جي ٽڪن طور ڪم آيو آهي. ويدن ۾ گهڻو ڪري ديوتائن جي ساراهه جا گيت ۽ ڌرمي ڪريا ڪرمن جي تشريح آهي. ويدن ۾ شامل اشلوڪن جو ڪو خاص بحر وزن نه هو، پر ٿلها وڏا منظوم جملا هئا. جن ۾ بيت يا دوهي سان مشابهت رکندڙ سٽون ضرور هيون.

رگ ويد: اٽڪل ساڍا ٽي هزار سال اڳ جي لکيل ڌرمي ڪتاب "رگ ويد" ۾ سنڌوءَ بابت هيٺيان اشلوڪ آندل آهن. جن مان ويدڪ ٻوليءَ جي مزاج ۽ مضمون جي گهاڙيٽي مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته. انهن ۾ آيل اشلوڪ هروڀرو ٻن سٽن جا نه، پر گهٽ وڌ سٽن وارا هئا. معنيٰ ته اشلوڪن ۾ مضمون جي ادائگيءَ لاءِ ڪي مقرر سٽون نه هيون. مثال طور:

"سنڌا

گهوڙن ۾ شاهوڪار، رٿن ۾ شاهوڪار،

ڪپڙن ۾ شاهوڪار، سهڻن ڳهڻن ۾ شاهوڪار،

ڪاڻي پيٽي ۾ شاهوڪار ۽ سدا تازي اُن ۾ شاهوڪار آهي

پاڳوند سنڌوءَ جا ماکي ڏيندڙ ڪنارا آهن گلن سان سينگاريل."

ساڳئي منڊل ۾ هڪ رشي چوي ٿو ته،

"اي سنڌوا جڏهن تون ميدان مان وهين ٿي

ته بيشمار ڪاڏو پاڻ سان آڻين ٿي. تنهنجو پاڻي اُتم آهي.

اي سنڌوا تنهنجي سونهن ۾ نوَورني ڪنوار وانگر آهي.

تون سدائين جوان ۽ سهڻي آهين!"

"اي سنڌوا پهرين تون ترشتما سان، پوءِ شسرتو رسا ۽ سويتي (سوات نديءَ) سان وهين ٿي.

تون ڪڀا (ڪابل)، گومي (گومل) ۽ ميهتنو (Mehtnu) سان به گڏجي وهين ٿي."

ايترين ندين جي گڏجڻ سان سنڌو نديءَ جي اوج جو بيان ڪندي رشي چوي ٿو ته:

"سنڌوءَ جي گوڙگاٽ، ڌرتيءَ تان اُٿي ٿي، اها آسمان ۾ پيو چڙهي!

سنڌو نهايت زور سان وهي ٿي ۽ منهن مٿيادار اٿس (نهايت سهڻي آهي).

سندس پاڻيءَ جي آواز مان، ائين پيو ڀانئجي

ڄڻ مينهن جون اوڙڪون گجگوڙ ڪري پيون وسن.

اِجها سنڌو، ڏڳيءَ وانگر رنيندي پئي اچي...

اي سنڌوا جيئن سونا ڳايون، کير پريل اوهن سان پنهنجن ڦرن ڏي ڊوڙن ٿيون.

تيئن ٻيون نديون، جدا جدا هنڌن مان پاڻي کڻي توڏي رنينديون اچن!"

رشي، جنهن مهل سنڌوءَ جي پرتي ڪندڙ ندين کي سنڌوءَ ڏانهن وهندي ڏٺو، تنهن مهل چيائين:

"اي سنڌوا جيئن ڪو راجا ڀڙ ڪري نڪرندو آهي ۽ پٺيان لشڪر هوندو اٿس، تيئن تون به (شاهاڻي شوڪت سان) ندين جي اڳيان مهندار ٿي هلين ٿي ۽ ٻيون نديون به پلٽڻون ڪري، تنهنجي پٺيان ائين هلن ٿيون.

ڄڻ ته ساڳئي رٿ ۾ سوار آهيو."

هڪ هنڌ وري چيائين:

سنڌوا اجيت آهي، سا سڌي وهي ٿي. سندس ورڻ يا رنگ اڇو آهي.

سنڌو وڏي نديءَ جي پاڻيءَ ۾ ٽپڪ گهڻي آهي.

۽ چئني پاسي ٻوڙان پوڙ ڪري ٿي. جيڪي به متحرڪ يا چرندڙ شيون آهن، سي اهڙيون تيز رفتار نه آهن، جهڙي سنڌو آهي!"

رگ ويد جي ساڳئي ڏهين منڊل ۾ چيل آهي:

"اي سنڌوا ورڻ ديوتا تنهنجي وهڻ لاءِ گهڻيون واٽون ناهيون آهن."

ڀڳتي ڌرم: آرين جي برهمڻي دؤر ۾ ئي ڀڳتي ڌرم وجود ورتو. هن ڌرم پنهنجي تبليغ لاءِ، شروع ۾ ئي سنسڪرت بدران عام ماڻهن جي رائج ٻوليءَ يعني پراڪرت کي استعمال ڪيو. ويدن کي مڃيندڙ ماڻهو سنسڪرت جو استعمال نه رڳو ڌرمي رسمن لاءِ، پر مذهبي خيالن جي اظهار لاءِ به ڪندا هئا.

ڌرم جي تبليغ جو وسيلو 'دوها' ۽ 'ڇند' هوندا هئا، جن جا وزن مقامي ٻوليءَ جي پيداوار هئا.

ٻڌ ڌرم سان گڏ 'جين ڌرم' به هن خطي جو ڌرم رهيو آهي. چندر گپت جي عهد کان پوءِ هندستان ۾ ٻڌ ڌرم جو بنياد ڪمزور ٿي چڪو هو، پر جين مت نه رڳو اتر هندستان ۾، بلڪ ڏکڻ هند ۾ به مقبول رهيو. جين مت وارن به پنهنجي لاءِ سنسڪرت بدران عام رائج ٻوليءَ کي استعمال ڪيو.

ستين صديءَ عيسويءَ کان ٻارهين صديءَ تائين جيڪو ادب مليو آهي ان جو گهڻو حصو جين مت سان تعلق رکي ٿو. جين مت، اهنسا ۽ عدم تشدد جي تعليم ڏئي ٿو. جيني سادن ۽ پنڊتن ان مقصد جي پرچار لاءِ عام ٻوليءَ ۾ ڪهاڻيون لکيون. جيڪي 'راس' چوائينديون آهن ڪن وڏن شاعرن 'رام'، 'ڪرشن'، 'مهاوير' ۽ ٻين ڪامل انسانن تي ڪوتائون لکيون. ڪن ڪوتائن ۾ پارسا عورتن جي پاڪدامنيءَ کي به ساراهيو ويو.

هڪ جيني شاعر "سويمڀو" (جنم 790ع) رام ڪهاڻي لکي. 'سويمڀو' شاعر ٿيءَ ڪتا ۾، ٻيتن جون جيڪي ماترائون استعمال ڪيون آهن، اڳتي هلي انهن ۾ ئي تلسيداس، 16 صدي عيسويءَ ۾ "رام چرتر" جو وڏو حصو لکيو.

جين مت جي ادب (شاعريءَ) ۾ زياده ڪوتائون ملن ٿيون. ٻڌمت جي شاعرن، گيت ۽ نظم لکيا. ڏهين ۽ ٻارهين صديءَ عيسويءَ ۾، ٻڌ ڌرم جا ٻجيل سادو ٻاڻ کي "سڌ" چوائيندا هئا. انهن سڌن پنهنجن خيالن جي اظهار لاءِ روزمره جي ٻولي ڪم آندي.

"سڌن" سان گڏ "ناٿ پنٿ" جو سلسلو، سڌن تائين نمبر ناٿ، گورکناٿ تي ختم ٿيو. گورک ناٿ، پنهنجي خيالن سان سڄي ملڪ کي متاثر ڪيو هو. سندس گهڻو ڪلام اڄ به دستياب آهي. گورکناٿ جون ٻارهين صدي عيسويءَ جون اهي اڪائيون ٻوليءَ جي لحاظ سان حيرت ۾ وجهندڙ آهن. گورکناٿ جي نسبت سان سنڌ ۾ گورک جبل موجود آهي ۽ پٺاڻيءَ به "گورکناٿ" کي ڳايو آهي.

"ناٿ" ويدن ۽ برهمڻ پنهي کي مقدس مڃين ٿا. انهيءَ اختلاف جي باوجود سڌن ۽ ناٿن ۾ ڪي ڳالهيون هڪجهڙيون به آهن. ٻئي پنهنجي مرشد (گرو) کي پوڄا لائق سمجهن ٿا.

سڌن پنهنجي گيتن ۾ ذات پات، اوچ نيچ تي گهري نظر ڪئي آهي. بت پرستي، رسم رواج ۽ دقيانوسي خيالن جي سخت ننڊا ڪئي آهي.

لفظ 'اشلوڪ'، 'شلوڪ' مان تبديل ٿيندو 'سلوڪ' ٿي ويو. سنڌ جي ويدانتي شاعرن روحل فقير ۽ سامي، سلوڪ چيا آهن. 'ساميءَ جا سلوڪ' رسالي جي صورت ۾ چيا آهن ۽ ڪيترن محققن انهن کي ايڊٽ ڪري ڪتابي صورت ڏني آهي.

'سلوڪ' بيت وانگر ٻن ۽ ٻن کان وڌيڪ سٽن جا ٿين ٿا. (ڏسو: ساميءَ جا سلوڪ)

**آشوري:** وچ ايشيا جي هڪ ٻولي، جيڪا سامي سٽ جي هڪ شاخ هئي. هيءَ ٻولي ميخي خط ۾ لکي ويندي هئي. اوڻيهين صديءَ ۾ ماهرن هن لکت کي پڙهيو. هيءَ ٻولي گهڻو ڪري مٽيءَ (ٺڪر) جي سرن تي لکيل ملي آهي، جيڪي "نينوا" جي ڀڙن مان مليون آهن. اهي تختيون 1000 سال ق. م کان 5000 سال ق. م جي درميان لکيون ويون. هنن تختين مان قديم آشوريءَ قوم جي تاريخ ۽ تمدن بابت دلچسپ معلومات ملي آهي.

**اشوڪا:** موريا گهراڻي جو هڪ مشهور راجا. هي راجا چندر گپت جو پوٽو ۽ بندوسار جو پٽ هو. پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي هڪ ٻئي پليان ٽئڪسيلا ۽ اُجين جو گورنر رهيو. انتظامي صلاحيتن کي ڏسندي، بندوسار پنهنجن ٻين پٽن جي نسبت اشوڪا کي ترجيح ڏني ۽ کيس ولي عهد بنايو. هن پيءُ جي وفات کان پوءِ 237 ق. م ڌاري "مگڌ" جي گاديءَ تي ويٺو. پنهنجي دور حڪومت ۾ هن ڪالنگره (اڙيسا) تي حملو ڪيو. انهيءَ حملي ۾ جيتوڻيڪ هن کي فتح ته ٿي، پر جنگ ۽ خون، حڪومت ڪان سندس دل کٽي ڪري وڌي ۽ هن ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو ۽ باقي حڪومت انهيءَ ڌرم جي تعليمات مطابق ٿي هلايائين. هن ٻڌ ڌرم جي پرچار لاءِ هرهنڌ پنهنجا مبلغ موڪليا. سنڌ ۾ هن جو خاص چيلو گهار گهنا" آيو جنهن هتي ٻڌمت جو تمام گهڻو پرچار ڪيو. اشوڪا، سنڌ، بلوچستان، صوبي سرحد ۾ مانسهره، سوات، پاڪستان جي اترين علائقن، افغانستان، ڪشمير، نيپال، يونان ۽ مصر تائين ٻڌمت جا ڪتبا کڙا ڪرايا، جن مان ڪي هن وقت به موجود آهن. جن مان سارناٿ جي ڪتبي کي بنيادي اهميت حاصل آهي. هن بيشمار استوپا به تعمير ڪرايا. هي اهنسا (عدم تشدد)



جو پيروڪار هو ۽ حڪومت جو پويون عرصو ڀڪشو (ٻڌ درويش) بڻجي هلايائين. 186 ق. م ڌاري اشوڪا وفات ڪئي. سندس مرڻ کان سنت ٿي پوءِ موريا خاندان جي حڪومت ختم ٿي وئي.

**اصحاب:** صحابيءَ جو جمع. نبي سڳوري حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو صحبتي. نبي سڳوري جا چار وڏا اصحابي، جن کي "اصحاب ڪبار" چيو وڃي ٿو، سي حضرت ابوبڪر صديق، عمر بن الخطاب، عثمان بن عفان ۽ علي بن ابي طالب آهن. جن نبي سڳوري جي زماني ۾ اسلام قبول ڪري حضور پاڪ جن جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو. انهن جي نالن پويان احترام خاطر "رضي الله تعاليٰ عنہ" لکيو يا اُچاريو آهي. اهي برگزيده اصحاب يا صحابي ليکيا وڃن ٿا. ان کان سواءِ به حضور اڪرم ﷺ جي صحبت ڪيترن ئي اصحابن کي نصيب ٿي.

**اصحاب صُفه:** "صف" عربيءَ ۾ سائبان کي چئبو آهي ۽ انهيءَ ٿلهي کي به چئبو آهي، جنهن تي ڪانن جي ڇپر جي ڇانءَ هجي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم مديني ۾ مسجد ٺاهي ته ان جي اتر اوڀر واري حصي ۾ اهڙن مسلمانن لاءِ، جن جو ڪو گهر ٻار نه هو، هڪڙو چبوترو ٺاهي، ان تي ڇپر وجهرائي ڇڏيو. جيڪو ٻاهران اڪيلو مسلمان مسافر ايندو هو، اهو انهيءَ ڇپر ۾ ويهي رهندو هو. اهي اصحاب رات ڏينهن نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جا ارشاد ٻڌندا هئا ۽ ڪاتڻ قرآن شريف سمجهندا هئا. انهن کي وقت بوقت اسلام جي تبليغ لاءِ ٻين هنڌن تي موڪليو ويندو هو. انهن اصحابن جو اهو دستور هوندو هو ته هڪ ٻه ڄڻا جهنگ ۾ ٽڪري ويندا هئا ۽ ڪاٺيون وڍي، ٻا ڳڏ ڪري وڪڻندا هئا. انهن جي وڪري مان جيڪا رقم ملندي هئي، ان مان سڀني جي کاڌي پيتي جو انتظام ڪندا هئا.

نبي سڳورا صلي الله عليه وسلم خود صدقي جي رقم انهن تي خرچ ڪندا هئا. سعد بن عباد ڪڏهن ڪڏهن 80 - 80 ماڻهو وٺي ويندو هو ۽ انهن کي ماني کارائيندو هو. ڪي اصحاب کجور جون ٽاريون پچي اڻيندا هئا ۽ مسجد ۾ ٽنگي ڇڏيندا هئا. کجور جي جيڪا ڳري ٽاريءَ مان ڇڄي ڪرندي هئي، اُها اصحاب صف کائي ڇڏيندا هئا. ابوهريره، ابوالباب، ابوذر غفاري ۽ ڪي ٻيا اڪابر اصحاب صف ۾ شمار ٿين ٿا.

**اصحاب ڪهف:** يعني "غار وارا اصحاب". جن دقيانوس بادشاهه جي ظلم کان تنگ ٿي پنهنجي عقيدي جي حفاظت خاطر هڪڙيءَ غار ۾ پناهه ورتي هئي. مشهور جاگرافيدان يعقوب ابن عبدالله حمويءَ (1179 _ 1229ع) پنهنجي ڪتاب "معجم البلدان" ۾ لکي ٿو ته اصحاب ڪهف واري غار، روم جي هڪڙي شهر "اِبس" ۾ هئي. اُهي تعداد ۾ ست ڄڻا هئا. جيڪي انهيءَ غار ۾ صدين تائين ننڊ پيا هئا (قرآن حڪيم ۾ آهي ته انهن غار ۾ ٽي سؤ نَو سال

آزاد ڪيائون) انهن سان گڏ هڪڙو ڪتو به هو، جنهن کي 'قطمير' سڏيندا هئا.

**اصحابي:** ٺٽي جي ڀرسان سنڌ جي وچ ۾ هڪ وڏي قبر آهي. هن کان اتر طرف ڪينجهر جي ويجهو ۾ هڪ وڏي قبر آهي. جنهن لاءِ اهو مشهور آهي ته اها قبر ڪنهن اصحابيءَ بزرگ جي آهي، جيڪو اسلام جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيو هو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس قبر تقريباً 15 فٽ ڊگهي آهي. هن لاءِ صديق فقير صادق جي روايت آهي ته ڪيس ڪشف جي ذريعي اهو معلوم ٿيو ته قبر وارو بزرگ اصحابي آهي. تنهنڪري سڀ ماڻهو هن جي تعظيم خاطر هتي ايندا آهن ۽ ختمو بخشي هليا ويندا آهن.

"اصحابي" رسول پاڪ جي صحبت ۾ ويهندڙن کي چيو ويندو آهي. بعد ۾ اصطلاحن بزرگن کي سڏيو ويو. جيئن: "عبدالله شاهه اصحابي" وغيره.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ پنهنجي تصنيف "بياضِ هاشمي" ۾ ذڪر ڪيو آهي ته "حضور صلي الله عليه وسلم جن سنڌ ۾ تبليغ لاءِ پنج اصحابي موڪليا. جن مان ٻه واپس ويا ۽ باقي ٽن سنڌ ۾ ئي وفات ڪئي."

**اصحابيءَ جي قبر:** اسلام جي شروعات ۽ خود حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ ۾ سنڌ ڏانهن تبليغي جماعتن جو اچڻ تاريخي طور ثابت ٿي چڪو آهي. سنڌ جي تاريخ تي هڪ فارسي قلمي نسخي "گنجينه جهان نُما" مان اها حقيقت هن طرح معلوم ٿئي ٿي ته "هجرت جي اٺين سال (630 عيسوي) نبي سڳوري، پنج اصحابي اسلام جي تبليغ واسطي سنڌ ڏانهن موڪليا. جن جو اڳواڻ ابو رافع هو. ابو رافع جنهن حيدرآباد (نيرون ڪوٽ) ۾ وفات ڪئي. سندس مزار حيدرآباد ۾ قلعي جي پرسان شاهي دروازي وٽ هڪ زيارتگاهه آهي. پنجن ئي اصحابين ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ رفتي رفتي وفات ڪئي. تنهنڪري سڀني کي هڪڙي ئي هنڌ هڪ ٻئي جي پيرانديءَ سيرانديءَ دفن ڪيائون. جيڪا هڪ ڊگهي قبر جي شڪل ۾ اڄ به موجود آهي. هيءَ اصل ۾ "اصحابين جي قبر" آهي. جيڪا پوءِ "اصحابيءَ جي قبر" سڏجڻ لڳي. ان وقت حيدرآباد (نيرون ڪوٽ) جي شهر مان ڪن ماڻهن گهڻي طرح اسلام قبول ڪيو. انهيءَ واقعي جو تقابلي ثبوت آرنولڊ جي تيار ڪيل "اسلام جي اشاعت جي نقشي" ۾ ملي ٿو جنهن مطابق سنه 628 عيسوي (سن 6 هجري) ۾ ايران ۽ چين ڏانهن موڪليل تبليغي جماعتن سان گڏ هندستان/ سنڌ ۾ پڻ اسلام جي دعوت ڏني هئي.

**اصحابي واري سير (اصحابو محمد علي گبربند):** هي گبربند قبل از تاريخ جو آهي ۽ ديهه ڏيسوئي، تعلقه ٿاڻي بولاخان ضلعي ڄامشوري ۾ اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°18'52" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°54'26" تي موجود آهي. هي سرڪاري لاءِ سروي زمين ديهه ڏيسوئي، هڪ ڪلوميٽر چوڙ لڳ ڪان اتر ۾ آهي. هي گبربند آهي. جيڪو اڳاٽن لوڪن پاڻي جي ڇهل لاءِ ٺاهيو هو. هي گبربند 74 ميٽر ڊگهو هو. جنهن مان 37 فوٽ ڊهي پيو آهي. جنهن جو بنياد 10 ميٽر ۽ مٿين ڇاپ 2.60 ميٽر آهي. اوچائيءَ ۾ ساڍا ست ميٽر آهي. هن وقت استعمال هيٺ ڪونه آهي.

**اصطخري:** مشهور مسلمان جاگرافيدان، جيڪو ڏهين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ جو عالم هو. اصطخري يعني 'پرسي پوليس' (ايران) ۾ ڄائو. تنهنڪري "اصطخري" سڏجي ٿو. هن شهر شهر گهمي مختلف هنڌن جا حالات گڏ ڪيا. جاگرافيءَ جي ڪيترن ڪتابن مان به معلومات گڏ ڪيائين. سن 934ع ۾ پنهنجو ڪتاب "المسالڪ والممالڪ" جي نالي سان مرتب ڪيائين. جنهن ۾ سنڌ جو به ذڪر آهي. هن 957ع ۾ وفات ڪئي.

**اصغر خان:** ريٽائرڊ ايئر مارشل اصغر خان سياستدان ۽ پاڪ فضائيه جو سربراهه رهيو آهي. سندس سڃاڻپ هڪ ايماندار سياستدان واري آهي. هو ڊگهي عرصي تائين پي آءِ اي جو پڻ سربراهه رهيو هو. اڌ درجن کن ڪتابن جو ليکڪ آهي.

اصغر خان 17 جنوري 1921ع تي جموں (ڪشمير) ۾ ڄائو هو ۽ پختون خاندان سان تعلق رکندڙ برگيڊيئر ٺاڪر رحمت الله خان بهادر جو پٽ آهي. سندس والد پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران جنگ ۾ قيدي رهيو ۽ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ به حصو ورتو هئائين.



اصغر خان ديرا دون جي رائل انڊين آرميءَ ۾ ڪميشن حاصل ڪئي. 1944ع ۾ هن برما ۾ جپانين خلاف فضائي آپريشن ۾ حصو ورتو. بعد ۾ سندس خاندان ڪشمير مان لڏي اچي ايبٽ آباد ۾ آباد ٿيو. اصغر خان بنيادي طرح بري فوج جو آفيسر هو. جڏهن جنگ لڳي ته ڪيترن فوجي آفيسرن کي انڊين ايئر فورس ڏانهن بدلي ڪيو ويو. انهن ۾ اصغر خان به شامل هو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هو رائل پاڪستان ايئرفورس ڪاليج رسالپور جو پهريون ڪمانڊر ٿيو. اصغر خان 36 سالن جي ڄمار ۾ ايئر چيف مقرر ٿيو ۽ ان عهدي تي 8 سالن (1957-65ع) تائين رهيو.

**سياسي ڪيريئر:** 1971ع کان 77ع تائين ذوالفقار علي ڀٽو حڪومت جي مخالف طور هن اهم ڪردار ادا ڪيو. ڇاڪاڻ جو اهي ڀٽي اڳواڻ ذاتي طرح سان هڪ ٻئي سان ٺهندا ڪو نه هئا. 1977ع ۾ جڏهن پاڪستان قومي اتحاد (پي اين اي) ڀٽي صاحب خلاف تحريڪ هلائي ته سندس پارٽي ان اتحاد ۾ شامل هئي. 77ع وارين چونڊن ۾ اصغر خان ڪراچي ۽ ايبٽ آباد، ٻن هنڌن تان قومي اسيمبلي جون سيٽون کٽيون. 1979ع ۾ ڀٽي صاحب جي حڪومت کي برطرف ڪرڻ بعد جڏهن ضياءُالحق عام چونڊن جو اعلان ڪيو ته ملڪ جا ڪيترائي ناميارا سياستدان سندس پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويا. ضياءُالحق جڏهن چونڊون ملتوي ڪيون ته اصغر خان گهر ۾ نظربند هو ۽ هو پنجن سالن تائين نظربند رهيو.

1983ع ۾ جڏهن ضياءُالحق خلاف سمورين پارٽين جو اتحاد ايم آر ڊي ٺهيو ته سندس پارٽي تحريڪ استقلال به ان اتحاد ۾ شامل ٿي. 1986ع ۾ جڏهن اصغر خان ايم آر ڊي کان ڌار ٿيو ته سندس پارٽي جي ڪيترن اڳواڻن احتجاج طور پارٽيءَ تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي. اصغر خان 85ع جي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو ۽ 88ع جي چونڊن ۾ حصو ورتو پر هو ڪا به سيٽ کٽي نه سگهيو. 90ع ۾ لاهور مان چونڊن ۾ شڪست بعد هن سياست تان ريٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو. سندس پٽ عمر اصغر خان جنرل پرويز مشرف جي حڪومت ۾ وفاقي وزير رهيو. ڪابينا مان استعيفيٰ ڏيڻ بعد 2002ع جي چونڊن ۾ حصي وٺڻ لاءِ هن پارٽيءَ جي اڳواڻي سنڀالي ۽ پارٽيءَ جو نالو تبديل ڪري قومي جمهوري پارٽي رکيو. عمر اصغر خان جو پراسرار حالت ۾ موت واقع ٿيو.

**اصغر سائين:** سنڌ جي مشهور، معروف ۽ مرشد گهراڻي "پاڳاري خاندان" سان تعلق رکندڙ اصغر سائين جو اصل نالو سيد علي گوهر شاهه هو. هيءُ پير صبغت الله شاهه "تجر ڌڻيءَ" جي سٺن فرزندن مان ٽيون نمبر فرزند هو. جنهن کي "بنگلي ڌڻي" به سڏيو ويندو هو. سندس ولادت 4 رجب سال 1231هه/ 1816ع ۾ ٿي. جڏهن پير پاڳاري جي سڪونت تعلقي خيرپور جي ڳوٺ "رحيم ڏني ڪلهوڙي" ۾ هئي.

پير صبغت الله شاهه "تجر ڌڻيءَ" پنهنجي جماعت جو سردار ۽ مجاهدن جو سپهه سالار هو. سندن گهراڻو تصوف ۽ طريقت جي حوالي سان قادري ۽ نقشبنديءَ، ٻنهي طريقن سان لاڳاپيل هو. اصغر سائينءَ جي تعليم ۽ تربيت سندس والد صاحب جي نگرانيءَ ۾، فارسي ۽ عربيءَ جي تجربيڪار استادن وٽ ٿي. ان ڪري هن جلد ئي فارسي زبان تي عبور حاصل ڪري ورتو. پنهنجي تعليم تربيت جو دور پورو ڪري، طريقت ۾ پنهنجي والد کان بيعت ورتي. اڃا جوانيءَ واري دور ۾ قدم مس رکيائين ته سندس والد صاحب 5 رمضان سال

1246ھ/1830ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. ان وقت سندس عمر 15 سال هئي. ننڍي جو ڪاتش ۾ وڏا پاڻ ويٺل هئا. پر انهن پڻ سندس سجاده نشينيءَ جي حق ۾ فيصلو ڏنو. هن سجاده نشينيءَ دوران نئين درگاهه جو بنياد وڌو. درگاهه جي منتقلي آڪٽوبر 1834ع ۾، موجوده درگاهه پيرڳوٺ واري مقام تي ٿي، جتي اصغر سائين پنهنجي والد ۽ ڏاڏي بزرگوار جون تربتون، ڳوٺ رحيم ڏني ڪلهوڙي مان ڪرائي، مدفون صندوقون ڪڍائي، نئين سر تربتن ۾ جاءِ ڪرايون. نئين ماڳ تي درگاهه لاءِ ڪوٽ ڪڍائي، نيون حويليون ٺهرايون. درگاهه جي ڪمن کان مطمئن ٿي، "پيرپاڳاري" جي حيثيت ۾ هن جماعت جي پرگهور لهڻ ۽ ماڻهن سان ملڻ جو ڪم شروع ڪيو. ڪڇ، پوربندر، احمد آباد، سورت ۽ غالباً بمبئيءَ تائين به ويو. 1836ع ڌاري سنڌ واپسي ٿي.

سال 1252ھ/1836ع کان 1258ھ/1842ع تائين، ڇهن سالن وارو عرصو اصغر سائينءَ جي زندگيءَ جو وڏو تعميري ۽ نتيجا خيز دؤر هو. درگاهه جي جاين جي اڏاوت کان سواءِ جماعت جي فڪري تعمير طرف پڻ ڌيان ڏنائين. سندس اڳواڻيءَ هيٺ تاريخي طور سنڌ ۾ ديني ۽ ادبي تحقيق جي آبياري ٿي. پنهنجي جدامجد پير سيد محمد راشد (روضي ڌڻيءَ) جي وڏن خليفن ۽ پنهنجي والد جي وڏن مريدن سان صلاح مشورو ڪري، ڪين رڳو ۾ شامل ڪيائين. هن رڳو جو اڳواڻ خود ٿيو ۽ ساڻس گڏ خليفو محمود نظاماڻي ڪڙيءَ وارو، فقير عبدالله ڪاتيار، خليفو نبي بخش لغاري (مشهور شاعر) ۽ خليفو گل محمد هالائي (سنڌي غزل جو پهريون صاحب ديوان) هئا. خليفي محمود، پير محمد راشد جي، قادري ۽ نقشبندي طريقن جي اتحاد واري راهه هدايت کي پنهنجي ڪتاب "المحبوبية الحمودية" ۾ سهڻي نموني سمجهايو آهي ڪتاب خليفي، اصغر سائينءَ جي حڪم تي لکيو. اصغر سائين پنهنجي والد پير صبغت الله شاهه "تجر ڌڻيءَ" جي ملفوظات کي خود مرتب ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪيو. جنهن ۾ خاص اعتماد وارا خليفا شامل هئا. خليفي نبي بخش جي ڪرشش سان لاڙ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي فقيرن کان پير سائين جي ملفوظات واريون روايتون جمع ٿيون ۽ وٽس پهتيون. 1255ھ/1839ع ۾ جڏهن "ملفوظات خزانة المعرفة" مرتب ۽ مڪمل ٿي ويو ته ان جو مهاڳ اصغر سائين خود لکيو. فيبروري 1843ع ۾ انگريزن سنڌ جي اميرن کي گرفتار ڪري نظربند ڪيو ۽ خيرپور جي واليءَ مير علي مراد ذريعي پيرسائين پاڳاري، اصغر سائينءَ خلاف وسيع حڪمت عمليءَ جوڙڻ جو فيصلو ڪيو. سندس ڪوٽ تي چوڪسيءَ پڻ مير علي مراد ٻڌي ڪئي. اصغر سائينءَ محسوس ڪيو ته مقابلي ڪرڻ جي صورت ۾ رتوڇاڻ ٿيڻ جو خطرو آهي. ان ڪري هجرت ڪري، درياهه جي ٻئي پر (ضلعي لاڙڪاڻي) ۾ وڃي مقيم ٿيو. اها خبر جڏهن مير علي مراد کي پئي ته ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ معافيءَ لاءِ خط لکيائين.

پير اصغر سائينءَ جي تصنيفن ۽ تاليفن ۾ "خزانة المعرفة" (پير صبغت الله شاهه اول جي ملفوظات)، "خزانة الاسرار" (پير صبغت الله شاهه اول جي 11 خطبن جو مجموعو)، ۽ "اصغر جون ڪافيون" شامل آهن. آخري ڪتاب کي اڳتي هلي پروفيسر شيخ محمد فاضل مختلف نسخا پيتي "اصغر سائينءَ جي ڪلام" جي نالي سان ترتيب ڏنو. اصغر سائين ڪافيءَ جو وڏو شاعر هو. سندس ڪيترين ئي ڪافين زماني جي ستم ظريفيءَ سبب هيٺ مٽي ٿي ويون. سندس ڪلام ۾ تشبيهن ۽ تلميحن جو خوبصورت استعمال ٿيل آهي. پنهنجي دؤر جي حوالي سان سندس شاعري وڏو مقام رکي ٿي. 32 سالن جي عمر ۾ 11 جمادي الاول سن 1263ھ/1847ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. سندس وصال جي تاريخ فقير بيدل هڪ منظوم فارسي ات ستي ۾ قلمبند ڪئي، جنهن جون ٻه سٽون هن ريت آهن:

جناب پير علي گوهر آن ڪريم و رشيد

چو بوده رطلب رب قريب رب برسيد (1263ھ)

**اصلاح الاحوال** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد شايع ڪرايو. ڪچي جلد ۽ ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 106 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، اسٽينڊرڊ پريس حيدرآباد ۾ سن 1951ع ۾ ڇپيو.

**اصلاح الاعمال** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولوي امداد الله جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڄاڻايل آهي. هيءَ ڪتاب حافظ برادران، مڪتبه شمسيه طرفان ترجمو ڪرائي، اتحاد پرنٽنگ پريس، سکر مان شايع ڪرايو. ان جو پهريون ڇاپو سن 1950ع ۾ ڇپيو.

**اصلاح المسلمين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو باغبان پبليڪيشن، حيدرآباد جو ڇاپيل آهي. ڪتاب جي قيمت ڏهه آنا آهي، ۽ ڪچي جلد سان 142 صفحن تي مشتمل آهي. هيءَ ڪتاب سعيد آرٽ پريس، حيدرآباد ۾ سن 1956ع ۾ شايع ٿيو.

**اصلاح المسلمين بجواب طيراً ابابيل** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولوي نورمحمد نظاماڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 49 آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سن 1933ع ۾ ڇپيل آهي.

**اصلاح المصلح والمفتاح** (ڪتاب): مخدوم فضل الله پاٽائيءَ سن 1283ھ/1867ع ۾ سيد علي محمد شاهه جي سنڌي ڪتاب "مصلح المفتاح" جي علمي اهميت محسوس ڪندي، ان کي اصلاح المصلح والمفتاح جي نالي سان فارسيءَ ۾ آندو.

**اصل نقش سليماني** (ڪتاب): رايل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 104 صفحا ڏنل آهن. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، عباسي ڪتب خاني، ڪراچيءَ وارن ليٿو آرٽ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1956ع ۾ ڇاپيو.

**اصل وڏو قصو خدا دوست ۽ نيڪ عورت جو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ايم. ايڇ. برلاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 80 آهن ۽ قيمت 9 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پنجون، ورهاڱي کان اڳ هريسنگهه اينڊ سنز سکر مان شايع ڪيو.

**اصل وڏو قصو سسئي پنهونءَ جو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حاجي حقير ابن مگڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 48 آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو، سيد مٺن شاهه حيدرآباد مان شايع ڪيو. جنهن جو سال ڄاڻايل ڪونهي.

**اصل وڏو قصو سيف الملوڪ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پروفيسر جهامنداس ڊي پاٺيا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 44 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. حافظ شمس الدين اينڊ برادرس هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ورهاڱي کان اڳ محموديه پرنٽنگ پريس، سکر مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اصل وڏو قصو شهزادو ممتاز ۽ دمساز** (ڪتاب): هن ڪتاب امام بخش خادم جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 222 آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون، مستر پوڃراج، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1946ع ۾ ڇاپيو.

**اصل وڏو قصو طوطي نامو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب چيناند هيمنداس سکر واري جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ صفحا 138 آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو چيناند هيمنداس، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سن 1947ع ۾ شايع ڪيو.

**اصل وڏو قصو گل بڪاولي ۽ تاج الملوڪ جو باتصوير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب 160 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 3 رپيا 25 پئسا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن، هرسنگهه اينڊ سنس، سکر طرفان سال 1936ع ۾ شايع ٿيو.

**اصل وڏو قصو گل منير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حافظ شمس الدين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 73 آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو پيو، محموديه پرنٽنگ پريس، سکر مان ڇپايل آهي.

**اصل وڏي ڪٿا راجا هرشچند ۽ تارامتيءَ جي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هرسنگهه جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 58 آهن ۽ قيمت 6 آنا ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب، هرسنگهه ۽ سنس، هرسنگهه پرنٽنگ پريس سکر ۾ سال 1937ع ۾ ڇپرايو.

**اصل وڏي ڪٿا ساڌ پيلي جي سوکڙي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هرسنگهه جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 59 آهن ۽ قيمت 6 آنا ڇاپايل آهي. هرسنگهه سنز هيءُ ڪتاب هرسنگهه اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، سکر مان 1937ع مان ڇپرايو.

**اصل وڏي ڪٿا سري ست نام نارائڻ جي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پريتمداس جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 34 آهن ۽ قيمت 6 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو ستون، هرسنگهه، لڪشمي فائين پريس، سکر مان سال 1939ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اصنام خيالي** (ڪتاب): مشهور شاعر بشير احمد موريائيءَ جو هيءُ پهريون شعري مجموعو آهي. جنهن جو پيش لفظ شيخ اياز جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ صفحا 146 آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون. حبيب پبليڪيشن، حبيب پريس، سکر مان سال 1955ع ۾ شايع ڪيو.

**اصول تعليم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد ابراهيم عباسي "نثار" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 124 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڇاپايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آر. ايم. فتح ائنڊ برادرس اسلاميه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1959ع ۾ ڇاپيو.

**اصول رمل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي پيربخش قاضي نصرپوريءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون. آر. ايچ احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد. سال 1953ع ۾ ڇپرايو.

**اصول علم دستور المعاش** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب امر چند جيو تسنگهه گدوانيءَ جو لکيل آهي. ورهاڱي کان اڳ ڇپيل ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 530 آهن. وڌيڪ تفصيل معلوم نه ٿي سگهيا.

**اصول علم طبي (پاڱو پهريون)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چندن مل ڪرڙي مل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 268 آهن ۽ قيمت ڇاپايل ناهي. ڇاپو پهريون. ايجوڪيشنل ڊپارٽمينٽ ڪراچي. سال 1868ع ۾ ڇاپيو.

**اصول نجات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي محمد اسماعيل مهيريءَ تصنيف ڪيو مولوي صاحب جو تخلص "ڪيس" هو. هيءُ ڪتاب 116 صفحن تي مشتمل. ڪچي جلد سان آهي. جنهن جي قيمت هڪ رپيو 8 آنا ڇاپايل آهي. جمالي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ۾ ڇپيو. جنهن جو سال ڇاپايل ناهي.

**اصولي انگي حساب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آغا تاج محمد خان جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 89 آهن ۽ قيمت 5 آنا ڇاپايل آهي. پهريون ڇاپو. ريڙهي مل ڪتشمل، ماڊل اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، لاڙڪاڻي مان سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**اصيل نانگ** (Cobra): جوڳين جي پنهنجي دنيا آهي. انهن موجب اصيل ڪارن نانگن جا ست قسم يا پائر آهن. هو انهن جي تشريح يا درجيبندي ڪجهه هن ريت ڪن ٿا:

1- **تخت نانگ**: سڀني نانگن جو سرتاج آهي. هن نانگ جو رنگ سونهري، جسم شيشي جهڙو چمڪدار آهي. جنهن جي آرپار نظر پوي ٿي. سونهري



لڪيرن سان خوبصورت ڦڻ هوندي اٿس. ڳجهيءَ ۾ قدرتي ڳانو اٿس. جهنگ ۽ ويرانن ۾ چانڊوڪي رات جو تخت نانگ جي روايتي ڪچهري لڳندي آهي. ان کي بخت جو بادشاهه سمجهيو ويندو آهي (شايد هيءُ King Cobra ڏانهن اشارو آهي ڇاڪاڻ ته ان جو رنگ سونهري هوندو آهي).

2- **پدم نانگ**: 5 فٽ ڊگهو، ڪارو ناسي، وڏي ڦڻ اٿيس تي جنهن تي علي سائينءَ جي دلدل جي کر جو نشان هوندو آهي. هي سنڌ ۾ عام آهي (هي Naja naja آهي). هڪ اڇو پدم هوندو آهي. جنهن جي مٿي تي مانڊائيءَ جهڙو نشان ٿئي ٿو پدم نانگ جي پڇ ۾ زهريلو ڪنڊو هوندو آهي. هڪ ناسي پدم به هوندو آهي.

3- **واسينگ نانگ**: جنهن کي پڇ ۾ ڪنڊو ٿيندو آهي. هي ڊگهو ۽ ڪارو ٿئي ٿو.

3- **شيش نانگ**: جيڪو ويرانن يا ڪنڊرن ۾ خزاني تي ويٺل هوندو آهي.

4- **ڪاريهر نانگ**: جيڪو درويش نانگ آهي ۽ قاتل جو عڪس اکين ۾ وٺندو آهي (ڪاريهر Black Cobra/ Naja oxiana آهي. باقي ڳالهيون ڏند ڪٿائون آهن).

5- **اِڇا اڌاري نانگ**: جيڪو پنهنجي مرضيءَ سان انساني روپ وٺي سگهندو آهي. مٿي تي اڇو ٽڪر ٿيندو اٿس. ڪارو ناسي ۽ گهرو نيرو ٿيندو آهي (هي شايد Naja kaouthia آهي ۽ انساني روپ واري ڳالهه به ڏند ڪٿائي آهي).

6- **ڪلها ڌاري**: هي به ساڳئي اصيل نسل جو نانگ آهي.

7- **گٻرو نانگ**: هن جو پيٽ سليٽي ٿيندو آهي. پدم جي نسل مان ڪريل نانگ ۽ ڪوراڙ جي ميلاپ سان پيدا ٿيندو آهي. انهن مان ٻليهر ۽ ڦُنيهر مشهور آهن (هي معلومات ڏيڻ واري جو اشارو غلط طور وٺينس نانگ ڏانهن آهي. سائنسي حقيقت اها آهي ته نانگن ۽ بلائن جو غير جنس ۾ ميلاپ ٿيندو ئي ڪونه آهي. ٻليهر Naja naja ئي آهي جنهن کي پدم به چون ٿا. ڦُنيهر 'معنيٰ ڦڻ وارو' يعني اهو به نانگ جو هڪ صفتي نالو آهي).

**اُضحي**: عربي ٻوليءَ جو لفظ. جنهن جو مفهوم آهي اهو جانور جنهن جي حج جي خوشيءَ ۾ 10 ذوالحج تي، حج جي خطبي کان پوءِ قرباني ڏجي. نه رڳو حج واري ڏينهن، پر حج جي ٻئي ۽ ٽئين ڏينهن به قرباني ڏيئي سگهجي ٿي. اضحيءَ جي گوشت جون ٽي ڀتيون ڪيون آهن. هڪڙي ڀتي پنهنجي عيال لاءِ، ٻي ڀتي عزيزن قريبن ۽ دوستن لاءِ، ٽين ڀتي خيرات ڪرڻي آهي.

**اِطريفلُ**: ٽن وڪرن (هريڙ، ٻهيڙ ۽ آنورن) مان نهيل ڦڪي يا معجون. ٽڦلو (ڏسو 'ٽڦلو'). گهڻين ئي بيمارين ۾ حڪيم اطريفل استعمال ڪرائيندا آهن. جهڙوڪ اطريفل زماني

**اطلاعات سنڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب علاؤالدين سمي جو لکيل آهي. رائل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 12 صفحا آهن. ڇاپو ڇپرايون، ڊائريڪٽر پبلسٽي ۽ پبلڪ رليشنس، سنڌ لا گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ مان آگسٽ 1948ع ۾ ڇپايو.

**اطلاعات کاتو سنڌ:** صوبائي حڪومت سنڌ جو کاتو، جنهن جو مک مقصد حڪومت جي معمول وارين سرگرمين جا بهتر ۽ بامقصد تفصيل اليڪٽرانڪ ۽ پرنٽ ميڊيا ذريعي رسائڻ ۽ صحافين کي هر مسئلي بابت آگاهي ڏيڻ آهي. اطلاعات کاتي ۾ هيٺيان شعبا قائم ڪيل آهن.

1. پريس انفارميشن شعبو: هي شعبو خبرن جا تفصيل ۽ وضاحت ناما ۽ پيو مواد صحافين کي ڏيڻ کان علاوه پريس ڪانفرنسن جو انعقاد پڻ ڪندو آهي. جنهن ۾ واسطيدار وزير يا آفيسر صحافين کي هر مسئلي جي وضاحت پيش ڪندو آهي. هن شعبي معرفت ئي گورنر، وزير، سيڪريٽري يا ٻين آفيسرن جي ڪيل ڪچهرين جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. ان کان علاوه هي شعبو اهم سرڪاري سرگرمين جون تصويرون ۽ وڊيو رڪارڊنگ وغيره پڻ فراهم ڪندو آهي.

2. پبليڪيشن شعبو: ماهوار بنياد تي هن شعبي طرفان اردو زبان ۾ "اظهار" ۽ سنڌي زبان ۾ "پيغام" نالي رسالو جاري ڪيو ويندو آهي. ان جو آغاز 1993ع ۾ ٿيو ۽ ڪجهه عرصو غير فعال رهڻ بعد ٻيهر مئي 1999ع کان اهي رسالا جاري ڪيا وڃن ٿا. جن ۾ سياسي، علمي ۽ ادبي معلومات جو مواد شامل هوندو آهي.

3. اشتهارن جو شعبو: هن شعبي معرفت اخبارن ۽ ٽي وي وغيره کي سرڪاري کاتن جا اشتهار ۽ نوٽيس وغيره مهيا ڪيا ويندا.

4. فلم شعبو: هي شعبو نهايت سرگرم رهي ٿو جنهن ذريعي گورنر، وڏي وزير ۽ ٻين وزيرن جي پروگرامن جي رڪارڊنگ کان علاوه اهم مسئلن ۽ موضوعن تي ڊاڪيومينٽري وغيره تيار ڪيون وڃن ٿيون. جيڪي پي ٽي وي ۽ سرڪاري ريڊيو تان نشر ڪيا ويندا آهن. ان کان سواءِ اطلاعات کاتي ۾ تحقيق ۽ تربيت جا شعبا پڻ قائم ڪيل آهن. هن وقت اطلاعات کاتي سنڌ جي وزارت محترمه شازيه مري کي ڏنل آهي.

**اظهر منگي:** اظهر منگي سنڌي ٻوليءَ جو مڃيل شاعر آهي. هن جو اصل نالو علي نواز منگي آهي. 28 اپريل 1948ع ۾ هن لاڙڪاڻي ضلعي جي والس ڪلهوڙي



ڳوٺ ۾ جنم ورتو. 60 واري ڏهاڪي ۾ سندس والدين دادو شهر جي جڳت آباد محلي ۾ اچي رهيا. هن جي تعليم ايم اي ۽ بي ايڊ آهي. هو 1984ع کان پي ٽي وي ڪراچيءَ تي اسسٽنٽ پروڊيوسر مقرر ٿيو. بعد ۾ 1989ع ۾ ڪوئيٽا سينٽر ۾ مقرر ٿي آيو. هن پي ٽي وي اڪيڊمي اسلام آباد طرفان پروڊڪشن جا مختلف ڪورس ڪيا. ان کان سواءِ اليڪٽرانڪ گرافڪس ۾ مهارت حاصل ڪيائين. پي ٽي وي ڪوئيٽا تي بلوچي، پشتو ۽ براهوئيءَ ۾ ٻارن جا پروگرام، ڊراما ۽ ڊاڪيومينٽريون پيش ڪيون. ان کان سواءِ ڪيترو وقت ايڊيٽنگ جي شعبي ۾ رهيو. پاڪستان ٽيليويزن ڪوئيٽا تان سينيئر پروڊيوسر طور رٽائر ڪيو. اظهر سٺو شاعر، ڪهاڻيڪار، ڪالم نگار ۽ نقاد آهي. شاعريءَ ۾ غزل سندس پسند جي صنف آهي. سندس سنڌي شاعريءَ جا ٻه مجموعا "ڪومل جذبا سهڻيون سوچون"، "گيت سحر جا" ڇپائيءَ لاءِ تيار آهن. هن اردو شاعري پڻ ڪئي آهي. سندس اردو شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "دهوپ ڪي تمازت" ۽ "خواب جزيره" پڻ ترتيب هيٺ اٿس. هن وقت ڪوئيٽا ۾ رهائش پذير آهي.

**اظهار حقيقت** (ڪتاب): هي ڪتاب مولوي غلام محمد جو لکيل آهي. رائل سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 32 آهن ۽ قيمت هڪ آنو آهي. ڇاپو ڇپرايون، مولوي غلام محمد، حيدرآباد مان سن 1936ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. پريس جو نالو ڄاڻايل ناهي.

**اظهر گيلاني:** سيد انور علي شاهه اظهر گيلاني ولد اصغر علي شاهه گيلاني، 11 آڪٽوبر 1915ع/ ٻهرين ذوالقعد 1333هه جمعي جي ڏينهن پنهنجي ناناڻي ڳوٺ لاڙڪاڻي تعلقي وارهه ۾ پيدا ٿيو. قرآن شريف جو درس آخوند بخش علي زڪ ۽ "ملا" ٻهڙي چانڊيي کان ورتائين. سنڌي محمد رمضان "مظفر" ۽ ماستر ريلڻي ملڪ وٽ پڙهيو. فارسي سيد موسيٰ شاهه گيلانيءَ وٽ ۽ انگريزي هاءِ اسڪول گهوٽڪيءَ ۾ پڙهيو.

ملازمت ڪوآپريٽو سوسائٽي، ايڪسائيز، ريلوي پوليس، هزماسٽرس وائيس ڪمپني دهلي، ڪولمبيا رڪارڊنگ ڪمپني لاهور ۽ ريڊيو پاڪستان، ڪراچيءَ ۾ ڪيائين. هن نظم ۽ نثر ۾ 200 ڪتاب لکيا. گيتا جو منظوم ترجمو، گيتن ڀري ڪهاڻي جو خالق. پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" جو مڪالما نگار ۽ شاعر. سياست ۾ ذوالفقار ڀٽو سان گهري سڄاڻپ، پير هرنڊي ٻين خلاف ڪتاب لکيائين. وڏيرن سان ٽڪر کاڌائين. مٿس 60 کان مٿي ڪيس داخل ٿيا. 1948ع کان علم ادب جي خدمت ۾ مصروف رهيو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، ڊاڪٽر ابراهيم خليل، فيض بخشاپوري، حاميءَ، واصف، نظاميءَ ۽ ٻين گهڻن ناميارن شاعرن سان دوستيءَ جا ناتا رهيا. ڳاڙهن درويشن، عالمن، اديبن سان سندس رهاڻيون رهيون آهن. سال 1952ع ۾ "قصر الادب" جي نالي سان ادارو قائم ڪيائين. جنهن مان هن وقت تائين 25 نظم ۽ نثر جا ڪتاب شايع ٿيا آهن. سندس چونڊ ڪتابن ۾: "آواز عشق"، "سخن بينظير"، "سريلا سخن"، "دفتر غم"، "رعد اظهر"، "ذڪر وفڪر"، "شان نزول"، "مينا بازار ۾"، "مقصد حسن"، "دل جون ڳالهيون"، "واردات"، "نارڪ نمبر"، "12 ڏينهن پنجاب ۾" ۽ "ڪورٽ کان جيل تائين" مشهور ڪتاب آهن. پاڻ ڪيترين ئي هفتيوار اخبارن، جهڙوڪ: "عالمگير" (لاڙڪاڻو ۽ سکر)، "افلاطون"، "سچ" ۽ "طوفان" (سکر) جو ايڊيٽر ٿي رهيو آهي. هن گهوٽڪيءَ مان هفتيوار "ذوالفقار" به جاري ڪئي. سندس وفات 22 جولاءِ 2006ع تي گهوٽڪيءَ ۾ ٿي.

**اعتزاز احسن:** اعتزاز احسن پاڪستان جو مشهور وڪيل، دانشور ۽ سياستدان آهي. سندس والد چوڌري محمد احسن عليگ، پرجوش مسلم ليگي اڳواڻ هو. سندس والده مسلم ليگ جي عورتن واريءَ شاخ جي ڊويزنل منتظم هئي.



اعتزاز احسن شروعاتي تعليم ايچي سن ڪاليج لاهور مان حاصل ڪئي. گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ اتان بئريسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري واپس وطن پهتو. سي ايس پيءَ جو امتحان ڏنائين. پاڪستان ۾ پهرين پوزيشن ڪيائين. عملي سياست جو آغاز پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ سان ڪيائين ۽ اڄ تائين ان سان وابسته آهي. 1970ع وارين عام چونڊن ۾ پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿي، پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ۾ اطلاعات جو وزير مقرر ٿيو. ان کان پوءِ چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿي، قانون ۽ انصاف جو وزير، وزير داخلا ۽ وزير تعليم مقرر ٿيو. اعليٰ عدالتن ۾ ڪيترن ئي سياسي ليڊرن جي مقدمن جي پيروي ڪيائين. جن ۾ محترمه بينظير ڀٽو به شامل آهي. پنهنجن سياسي نظرين سبب ڪيترائي ڀيرا جيل ۾ به ويو آهي. آئين جو ماهر

سپريم ڪورٽ جو اعليٰ وڪيل ۽ سينيٽ جو ميمبر آهي. پاڻ شاعر به آهي ته محقق به. سندس تصنيف "انڊس ساگا اينڊ ميڪنگ آف پاڪستان" مشهور آهي. 2008ع کان 2009ع تائين سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جي معطليءَ کان پوءِ سندس بحاليءَ ۽ عدليه جي آزاديءَ لاءِ هلايل هلچل ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيائين جنهن جي ڪري پيپلزپارٽيءَ سان ڪجهه وقت تعلقات ڪشيده رهيس. هن وقت انهن ۾ ڪجهه بهتري آيل ڏسجي ٿي.

**اِعتڪافُ:** عبادت لاءِ ڪنهن خلاصي جاءِ ۾ گوشه نشيني. رمضان شريف جي پوئين ڏهي (ڏهن ڏينهن ۾) مسجد ۾ گوشه نشين ٿي ويهڻ. هي عربي بوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جو مفهوم آهي "ترسڻ"، "ٽڪي رهڻ". مسلمانن جي مذهبي اصطلاح ۾ ان مان مراد هڪڙي خاص عبادت آهي. جنهن جو طريقو هيءُ آهي ته ڪو مومن ڪجهه ڏينهن مسجد ۾ رهي ۽ ٻاهر نه نڪري. روزا رکي ۽ پنهنجو وقت قرآن شريف پڙهڻ ۽ ديني ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ ۽ خدا جي ذڪر ۾ گذاري. نبي سڳورا رمضان جي آخري ڏهن ڏينهن ۾ اعتڪاف ۾ ويهندا هئا. اڄا تائين مسلمان انهيءَ سنت نبويءَ جي پيروي ڪندا آهن.

**اِعجازُ:** معجزو. حيران ڪندڙ ڪرامت. مثال طور قرآن شريف جو معجزو اهو آهي ته ڪوبه ٻني بشر يا مخلوق ان جهڙي عبارت ناهي ٺاهي سگهي. اهو "اعجاز قرآن" جئين حضرت عيسيٰ مسيح عليه السلام ڪوڙهه جي مريضن کي چڱو ڀلو ڪندو هو ۽ مئل جياريندو هو انهن پٺي ڪنهن به نه ڪيو تنهنڪري حضرت عيسيٰ جا اهي عمل "اعجاز مسيحي" سڏيا ويا. حضرت موسيٰ عليه السلام جا ٻه معجزا مشهور آهن: هڪڙو لٺ جو نانگ ٿيڻ ۽ ٻيو "يد بيضا" (اڇو هٿ) يعني ڪڇ ۾ هٿ وجهڻ کان پوءِ هٿ جو اڇو ٿيڻ ۽ اُن مان نور ظاهر ٿيڻ.

**اعجازالحق قدوسي:** محقق، تاريخدان ۽ شاعر اعجازالحق قدوسي، جولاءِ 1905ع ۾ جالنڌر (ڀارت) ۾ ڄائو. شيخ عبدالقدوس گنگوهيءَ جي اولاد مان آهي. ديني علمن جي تڪميل هندستان جي مشهور ديني درسگاهه مظاهرالعلوم سهارنپور ۽ مدرسه دينيات سرڪار عالي حيدرآباد دکن مان ڪيائين. 1951ع ۾ ڀارت مان پاڪستان لڏي آيو. سندس عمر جو وڏو حصو علمي ادبي ادارن، خاص طرح سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچيءَ ۾ ملازمت ڪندي گذريو. سندس اصل موضوع تاريخ ۽ تذڪرا آهن. پنهنجي لکڻين ۾ تحرير جي فن جو خاص خيال رکيو اٿس. شعرگوئيءَ ۾ سندس حيثيت ٻئي درجي جي آهي. 'تذڪره صوفياءِ سنڌ'، 'تذڪره صوفياءِ پنجاب'، 'تذڪره صوفياءِ بنگال'، 'تذڪره صوفياءِ سرحد'، 'شيخ عبدالقدوس گنگوهي اور ان کي تعليمات'، 'تزڪ جهانگيريءَ جو اردو ترجمو ۽ حاشيا' (2 جلد)، 'تاريخ سنڌ' (3 جلد، اردو)، 'اقبال اور علماءِ پاڪ و هند'، 'تاريخ مغربي پاڪستان' ۽ 'رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم کي صاحبزاديان' سندس اهم تصنيفون آهن. سندس خود نوشت سوانح حيات "ميري زندگي کي 75 سال" مڪتبه اسلوب، ڪراچيءَ 1988ع ۾ شايع ڪئي آهي.

**اعجاز جکراڻي:** مير اعجاز جکراڻي 5 مارچ 1957ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. 2008ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي چونڊجڻ ڪٿڻ بعد وفاقي وزير صحت مقرر ٿيو. سندس تعلق جيڪب آباد سان آهي. هو پ پ پ اڳواڻ ۽ قومي اسيمبلي جي اڳوڻي ميمبر مير بابل جکراڻي جو پٽ آهي. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1984ع ۾ B.B.A ڪئي. شروع کان ئي ولي



پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان لاڳاپيل آهي. آمريڪا، انگلينڊ، هالينڊ، جرمني ۽ ميڪسيڪو جو سفر ڪيل اٿس. 2002ع وارين چونڊن ۾ اين اي 208 تان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو.

**اعجاز حسين مهر:** اعجاز حسين مهر ولد غلام حسين مهر 6 ڊسمبر 1968ع تي ڳوٺ ڪامل مهر ضلع شڪارپور ۾ ڄائو. 1982ع کان 1994ع تائين ڪراچي ۾ رهيو ان بعد اسلام آباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. هن پنهنجي تعليم ڏاڍين ڏکين حالتن ۾ جاري رکي. هن ميٽرڪ سنڌ مدرسي مان ۽ ڪامرس ۾ گريجوئيشن سنڌ مسلم ڪامرس ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي ۽ 1992ع ۾ انٽرنيشنل رليشنز ۾ ايم. اي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. شاگردي واري زماني ۾ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ سنڌ ساگر اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان وابسته رهيو. 1989ع ۾ صحافت ۾ آيو ۽ ڪراچيءَ جي مختلف سنڌي ۽ اردو اخبارن جهڙوڪ نئون سج، الوحيد، ڪاوش ۽ ماهوار رسالي پرهه، اردو اخبارن انتخاب ۽ نجات ۾ ڪم ڪيائين. هو 1994ع ۾ ڪاوش جي رپورٽر طور ڪراچي ۾ مقرر ٿيو. ڪيس ترت اسلام آباد موڪليو ويو. هو اسلام آباد ۾ سنڌي صحافت جي باني ڪارن مان آهي. مارچ 2004ع ۾ بين الاقوامي نشرياتي اداري بي بي سي کيس رپورٽر مقرر ڪيو ۽ بعد ۾ کيس پاڪستان لاءِ چيف رپورٽر مقرر ڪيو. هو هن وقت (2009) تائين اها ذميواري نڀائي رهيو آهي. هن اردو، سنڌي ۽ انگريزي ڪيترائي مضمون ۽ فيچر لکيا ۽ صحافت ۾ معلومات تي ٻڌل تجزياتي مضمون لکڻ سندس خصوصيت رهي آهي. هو انهن چند سنڌي صحافين مان آهي. جيڪي عالمي نشرياتي ادارن تائين پهتا آهن. آمريڪي صدر اوباما جي چونڊ مهم، گڏيل قومن جي اجلاس سميت ڪيترن ئي عالمي پروگرامن جي ڪوريج ڪري چڪو آهي. ان کان علاوه ميڊيا جي حوالي سان ڪانفرنسن ۾ به شرڪت ڪري چڪو آهي.

**اعجاز علي بيگ مرزا:** اعجاز علي بيگ مرزا، سنڌ جي نامياري عالم مرزا قليچ بيگ جي فرزند مرزا اسد بيگ جو فرزند آهي. سندس جنم 28 سيپٽمبر 1944ع تي ٽنڊي ٺوڙهي حيدرآباد ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم سينيٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ورتائين. انٽر گورنمينٽ ڪاليج (ڪاري موري) حيدرآباد ۽ بي. اي سٽي ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. ايم. اي. بي ايڊ ۽ ايم. ايڊ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ ايل ايل بي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. سيپٽمبر 1964ع ۾ اعجاز بيگ مرزا جي پهرين



پوسٽنگ سينيئر انگلش ٽيچر طور گورنمينٽ هاءِ اسڪول مرزا قليچ بيگ حيدرآباد ۾ ٿي. ان زماني ۾ هيءَ اسڪول پرائمريءَ مان اپ گريڊ ٿي هاءِ اسڪول بڻيو هو. 1969ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج، حيدرآباد ۾ ڇهن مهينن لاءِ سنڌيءَ جو ليڪچرر ٿيو. ڊسمبر 1972ع ۾ سندس سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن مان هيڊماسٽر طور سليڪشن ٿي ۽ اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ هيڊماسٽر مقرر ٿيو. 1987ع ۾ جڏهن اين جي وي هاءِ اسڪول هاير سيڪنڊري اسڪول طور اپ گريڊ ٿيو ته مرزا صاحب ان جو پهريون پرنسپال ٿيو ۽ ان عهدي تي آگسٽ 1996ع تائين رهيو. سيپٽمبر 1996ع ۾ مرزا صاحب سيڪريٽري بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن مقرر ٿيو ۽ 1997ع ۾

سيڪنڊري بورڊ حيدرآباد جو چيئرمئن مقرر ٿيو. آگسٽ 1999ع ۾ ڊائريڪٽر پرائمري ايڊيوڪيشن حيدرآباد مقرر ٿيو. ڪجهه عرصي لاءِ وتس چيئرمئن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي اضافي چارج به رهي. مرزا صاحب ڊائريڪٽر پرائمري ايڊيوڪيشن حيدرآباد ڊويزن به رهيو آهي. 2004ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين. اعجاز بيگ مرزا علمي ادبي گهراڻي سان واسطو رکڻ ڪري خود به ان ميدان ۾ قلم آرائي ڪئي آهي. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) Critical Appreciation of Education Policy 1972.

(2) Critical Evaluation of Primary Schools of Hyderabad City.

(3) "گلدستہ قليچ" (تاليف)

مرزا صاحب جي اڻ ڇپيل تصنيفن ۾ (1) "مرزا خسرو بيگ جي سوانح"، (2) "گرجستان ۽ گرجستان جا بادشاهه" (تاريخ) شامل آهن.

هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ٿيندڙ قليچ چيئر جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر آهي.

**اعجاز علي خان ٽالپر:** سياستدان. ويڙهل شهر ٽنڊو محمد خان. فيبروري 1933ع ۾ سنڌ جي مشهور سياستدان مير غلام علي خان ٽالپر جي گهر ۾ ڄائو. آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان زراعت ۾ ڊپلوما ڪيائين ۽ نوجوانيءَ ۾ ئي پنهنجي اباڻي علائقي مان سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1954ع ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ حيدرآباد جو وائيس چيئرمئن چونڊيو. ايوب خان جي مارشل لا ۾ يونين ڪائونسلن جو سلسلو هليو ته پنهنجي شهر ٽنڊي محمد خان جو وائيس چيئرمئن چونڊيو. 1962ع ۾ پنهنجي والد جي وفات



تي قومي اسيمبليءَ ۾ خالي ٿيل سيٽ تي ميمبر منتخب ٿيو. 1963ع ۾ عوامي جمهوريه چين جي انقلاب واري ڏهاڙي تي پاڪستاني وفد ۾ شامل ٿي ويو. 1965ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو. ممتاز ڀٽي جي وزارت ۾ آبپاشيءَ ۽ بجليءَ جو وزير رهيو. 1977ع جي عام چونڊن ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1985ع وارين چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ مسلم ليگ جي حڪومت ۾ صوبائي وزير رهيو.

**اعجاز علي خان جتوئي:** مشهور سياستدان اعجاز علي خان جتوئي، رئيس عبدالحميد خان جتوئيءَ جو فرزند هو. دادو ضلعي جي "پيٽي" جاگير ۾ 5 آڪٽوبر 1954ع تي ڄائو. اعجاز علي جتوئيءَ شاگرديءَ واري زماني ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان سياست جي ابتدا ڪئي. گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ ڪاروباري ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪئناڊا ويو پر ڪن گهريلو حالتن ۽ ذميوارين



جي ڪري ايم. بي. اي جي ڊگري وٺڻ کان سواءِ ڏيڍ سال بعد موٽي آيو. هن مارشل لا جي دور ۾ جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ (MRD) ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ مختلف وقتن تي جيلن ۾ رهيو. 1985ع جي بلدياتي چونڊن ۾ حصو ورتائين. 1985ع ۾ ٿي غيرجماعتي بنياد تي ٿيل چونڊن جي نتيجي ۾ جڙيل قومي اسيمبليءَ دوران پهريون ڀيرو سينيٽر ٿيو. ٻيو ڀيرو مارچ 1997ع ۾ مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان سينيٽر چونڊيو. اعجاز علي خان جتوئي 1988ع ۾ سائين جي ايم سيد جي اڳواڻيءَ ۾ جڙيل 'سنڌ قومي اتحاد' جي باني ميمبرن مان هو ۽ سندس شمار سنڌ جي محب وطن سياستدانن ۾ ٿيندو هو. اعجاز علي جتوئي ضلعي ڪائونسل دادو جو ميمبر پڻ رهيو. مطالعي، ڪاروبار ۽ سرڪاري ڪمن سان مختلف ملڪن جا دورا ڪيائين. PNP بزنجو گروپ سنڌ جو صدر رهيو. ڄام صادق علي خان جي دور ۾ چوٽي چونڊي دوران جيڪب آباد مان گرفتار ٿيو. 1997ع ۾ مسلم ليگ ۾ شموليت ڪيائين. 47 سالن جي ڄمار ۾ گردن جي تڪليف ۾ مبتلا ٿيڻ کان پوءِ آمريڪي رياست 'ايريزونا' جي شهر 'فينڪس' جي ڪرام ويل اسپتال ۾، 16 سيپٽمبر 1997ع تي سندس انتقال ٿيو ۽ پيٽي جتوئيءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

**اعجاز علي خواجہ:** اعجاز علي خواجہ ولد حاجي امام بخش خواجہ ٺٽي ضلعي جي قومي ڪارڪنن مان آهي. هن جو جنم ميرپور بٺوري شهر ۾، 24 آڪٽوبر 1950ع تي ٿيو. تعليم انٽر آرٽس اٿس. سياسي زندگيءَ جي شروعات 1968ع ۾ ڪيائين. 1971ع ۾ پهريون ڀيرو جيل ۾ ويو ان بعد 1979ع، 1980، 1983 ۽ 1986ع ۾ به جيل ياترا ڪيائين. 1968ع کان 1986ع تائين پيپلزپارٽيءَ سان سندس وابستگي رهي. 1986ع کان سنڌي بلوچ پختون فرنٽ سان لاڳاپيل رهيو جيڪا پارٽي اڳتي هلي 'سنڌ نيشنل فرنٽ' ۾ تبديل ٿي. جنهن جو سربراهه ممتاز علي ڀٽو آهي. اعجاز خواجہ ميرپور بٺوري جو ننڍو زميندار ۽ سماجي ورڪر آهي. سندس ٻه ڪتاب "تيئر منهنجو نينهن" ۽ "ڳالهيون ڪوٽ ڪڙن جون". ترتيبوار، آگسٽ 1988ع ۽ جنوري 1995ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا. جيڪي ٻئي ڪتاب سندس جيل ياترائن جي داستانن تي مشتمل آهن.

**اعجاز علي شاهہ شيرازي:** سيد اعجاز علي شاهہ شيرازي ڄهوني سياستدان سيد قادر ڏني شاهہ جو پٽ آهي. هو 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ پهريون ڀيرو پارليامينٽري سياست ۾ آيو. ان کان پوءِ 88ع ۽ 90ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي ٽڪ پي ايس 69 مان ۽ 2002ع ۾ ٽڪ پي ايس 86 مان آزاد اميدوار طور کٽيو ۽ وڏي وزير جو صلاحڪار پڻ رهيو. هو گريجوئيٽ ۽ پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي.

**اعجاز عليم عقيلي:** ناليوارو صحافي، اديب ۽ ٽي وي پروڊيوسر اعجاز عليم عقيلي 9 آگسٽ 1953ع تي ٺٽي ۾ ڄائو. هن پهرئين درجي کان وٺي هر امتحان ۾ پوزيشن حاصل ڪئي. 1963ع ۾ ننڍڙي ڄمار ۾ شاعري ڪيائين ۽ پنجين ڇهين درجي دوران سنڌي ادبي سنگت شاخ ٺٽي جو جوائنٽ سيڪريٽري منتخب ٿيو. سندس علمي ادبي تربيت ۾ سندس استاد محسن عباسيءَ جو وڏو هٿ آهي. اعجاز عليم عقيلي جڏهن نائين ڪلاس ۾ پڙهندو هو ان وقت 'مُڪلي پبليڪيشن' جي نالي سان هڪ ادبي رسالو شروع ڪيائين.

مئي 1972ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ مان پهريون ڀيرو سنڌي اخبار هلال پاڪستان نڪتي ته هي ان جو سب ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ شاگردن جي صفحي جو انچارج ٿيو. اهڙيءَ طرح هن کي اهو فخر حاصل آهي ته هو هلال پاڪستان اخبار جي باني ڪارڪنن مان آهي. عقيلي صاحب هڪ سال تائين صحافت ڪئي. هڪ سال نيشنل بينڪ ور ضلعي ٺٽي ۾ ملازمت ڪئي ۽ بعد ۾ سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي ۾ انفارميشن آفيسر مقرر ٿيو. هڪ سال ڪم ڪرڻ کان پوءِ استعيفيٰ ڏنائين ۽ 1974ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن (PTV) تي هڪ سال ٽريني پروڊيوسر جي ٽريننگ ڪيائين ۽ ٽريننگ مڪمل ڪرڻ بعد



پروڊيوسر ٿيو ان کان اڳ شمس عقيليءَ جي نالي سان شاعري ڪندو هو هن آزاد نظم کي پي ٽي وي ءَ تي پهريون پيرو منظور سخيراڻيءَ کان ڳارايو پي ٽي وي ءَ تي اچڻ کان پوءِ هن ڪافي پروگرام ڪيا. جن ۾ 'رتي رهاڻ' (جيڪو اڳتي هلي 'لوطاق' ۽ 'ڪچهريءَ' ۾ تبديل ٿيو). ڊراما، دستاويزي فلمون. 'حالات حاضره'، 'روشن تارا' (ٻارڙن جو پروگرام)، زرعي پروگرام، موسيقيءَ جا پروگرام ۽ اسٽيج شو وغيره اهي وڃن ٿا. هن جي مقبول پروگرامن ۾ وڻجهار، پرک، رتي رهاڻ، تند تنوار، مهراڻ رنگ ۽ سنڌ سينگار شامل آهن. هن پي ٽي وي ءَ تان گهرا گهاءُ، معذورن جو عالمي ڏينهن، ديسي سيڻ ڪچن ۽ ٻيا ڊراما ٽيلي ڪاسٽ ڪيا. عقيلي صاحب جديد موسيقي يعني ڊسڪو کي پي ٽي وي ءَ تي سنڌيءَ ۾ متعارف ڪرايو. هن ڪوئيٽا جي پي ٽي وي سينٽر تان به ڪافي ڊراما بلوچي، براهوي ۽ پشتو پروگرام ڪيا. ان کانسواءِ مشهور بلوچي سيريل "صحبِ استار" (صبح جو تارو) هلايائين جنهن ۾ مڱڻهارن جي ڪردار کي مثالهون ڪري ڏيکاريائين. جڏهن ته مڱڻهارن کي سماج ۾ گهٽ نظر سان ڏٺو ويندو آهي. هن ڊرامي جي اهميت ۽ مقبوليت کي ڏسي ان دور جي سمورن بلوچ اڳواڻن، صوبائي ۽ قومي اسيمبلي جي ميمبرن اعجاز عليم عقيلي جي مان ۾ دعوت ڪئي جيڪا ڳالهه هن جي زندگي جو اهم واقعو آهي. سرڪاري طور هالينڊ مان 1989ع ۾ ماڊرن پروگرام پراڊڪشن جي سکيا ورتي. آيو بيلجيم، جرمني، سعودي عرب، پئرس ۽ دبئي گهمي چڪو آهي. عقيلي صاحب ضلعي بدين ۾ ماڪڙ بابت دستاويز فلمون ٺاهيون. ڪيس پنائي اوارڊ ۽ ٻيا ڪافي اوارڊ ملي چڪا آهن.

**اعجاز قريشي، پروفيسر:** مشهور سنڌي اديب، مورخ، تعليمي ماهر ۽



سماجي اڳواڻ پروفيسر اعجاز قريشي، 2 جنوري 1948ع تي اڳوڻي ضلعي دادوءَ جي 'بختيارپور' ڳوٺ ۾، سنڌ جي مشهور وڪيل علي احمد قريشيءَ جي گهر ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان اقتصاديات ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ يونيورسٽيءَ پاران اسڪالرشپ ملڻ تي لنڊن يونيورسٽيءَ مان معاشيات ۾ ايم. اي ڪري وطن موٽيو.

سندس تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن: 'سنڌ ۾ آبپاشيءَ جا مسئلا ۽ زراعت' (لنڊن يونيورسٽيءَ مان ڪيل ايم اي جي انگريزيءَ ۾ ٿيسز جنهن جو بعد ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو)؛ 'سنڌ جي تاريخ ارغون ۽ ترخان دور'، 'سنڌ جي تاريخ ڪيئن لکجي' ۽ 'تاريخ جو سبق' (ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي ڪتابن جا ترجما)؛ 'سنڌ جي اقتصاديات' (شريڪ مصنف) سنڌالاجيءَ طرفان ڇپايل. 'سنڌ جو آواز' (ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي ڪتاب جو ترجمو). ڪجهه ته نئين سنڌ جي تعمير ڪريون: 'ڪي جي واڪا واءُ ۾'، 'چار مارچ ۽ اڄوڪي سنڌ' (ترتيب). ٿاڪا هن ڏيهه جا (ڪونج رسالي ممبئيءَ پاران ڇپيل). 'ڪوميلا کان اورنگيءَ تائين' (اختر حميد خان جي ڪتاب جو ترجمو). سنڌي ٻولي ماضي، حال ۽ مستقبل (ترتيب) انهيءَ کان سواءِ اقتصاديات، سماجيات ۽ سنڌ جي ادبي، ثقافتي، فني ۽ معاشي مسئلن تي 200 کن تحقيقي مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل اٿس. انهيءَ کان سواءِ سندس ننڍڙا سفرناما پڻ ڇپيل آهن مترجم جي حيثيت سان سنڌ بابت انگريز عملدارن ۽ ٻين جي مضمونن جا انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪيترا ترجما پڻ ڇپيل اٿس.

پروفيسر اعجاز قريشيءَ 8 سال حڪومت پاڪستان طرفان قائم ڪيل نيشنل رورل سپورٽ پروگرام (NRSP) جو ڊائريڪٽر رهيو آهي. جڏهن ته سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ڪيل "سنڌ ڊيولپمينٽ اسٽڊي سينٽر" جو ڊائريڪٽر، مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ "ڊائريڪٽر پلاننگ"، سنڌ يونيورسٽيءَ جي آءِ بي ايس جو ڊائريڪٽر، سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ جو سيڪريٽري، اين جي اوز فيڊريشن سنڌ جو چونڊيل چيئرمين، بيسنٽ هال ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو مئنيجنگ ميمبر ۽ ايس آر ايس پيءَ جو سيڪريٽري پڻ رهيو آهي.

لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ ڪيس ٻه ڀيرا وزيٽنگ فيلو به چونڊيو ويو جڏهن ته آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو تعليمي اوارڊ 'فل برائيٽ' به ڪيس ملي چڪو آهي. هن وقت سيڊا ۾ جنرل مئنيجر آهي ۽ سنڌ ۾ پاڻيءَ/آبپاشيءَ جي سڌارن تي ڪم ڪري رهيو آهي.

**اعجاز منگي:** نوجوان صحافي، ڪالم نگار ۽ شاعر اعجاز منگي ولد نجم الدين منگي، 12 آڪٽوبر 1965ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم صدر پرائمري اسڪول شڪارپور مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۽ انٽر سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور مان ڪيائين ان کان پوءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ٻه سال "فلسفي" جي تعليم ورتائين. ايم. اي (انگريزي) سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين.

اعجاز منگيءَ مئٽرڪ واري زماني ۾ 1980ع ڌاري شاعري شروع ڪئي ٻه سال لاڳيتو سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جو شاعريءَ ۾ شاگرد رهيو نتيجي طور هن



جي شاعريءَ خاص ڪري بيت ۽ نظم ۾ اياز جو رنگ ۽ روائتي موجود آهي. اعجاز منگيءَ صحافت ۾ روزاني "سنڌ نيوز" کان شروعات ڪئي. "عبرت مئگزين" جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر روزاني ڪاوش جي ايڊيٽوريل صفحي جو انچارج به رهيو آهي. روزاني "سنڌ" جو ايڊيٽر ۽ ڪالم نگار ۽ روزاني "تعمير سنڌ" جو ڪالم نگار رهي چڪو آهي ان کان سواءِ هن جا ڪجهه ڪالم روزاني "خادم وطن" ۽ روزاني "سچ" ۾ ڇپيا آهن اردو هفتيوار "فاتح" ۽ انگريزي اخبار "The News" ۾ به فري لانسر طور لکندو رهيو آهي. نوجوان شاعر ۽ ڪالم نگار سرفراز شاهه سان گڏ "فيشر" رسالي جا ڪجهه پرچا ڪڍيائين هن جو هڪ منظوم ڊرامو "مڪليءَ مٿان وڄ" ماهاني 'پروڙ' ۾ شايع ٿيو ان منظوم ڊرامي ۽ سندس ٻئي هڪ طويل نظم "گورباچوف" ڪافي مقبوليت ماڻي سندس آخري نظم ڪتابڙي جي صورت ۾ ڇپيل آهي. هن غزل جي شاعر غلام نبي مغل جي شعري مجموعي، مشهور سياح الطاف شيخ ۽ محمد قاسم ٻگهيي جي خاڪن جي ڪتابن جا مهاڳ پڻ لکيا آهن سندس نثر شاعراڻو ۽ چس دار هوندو آهي ان ڪري سندس ڪالم نوجوانن ۾ ڪافي مقبول آهن ڪڏهن ڪڏهن ڪالمن ۾ متنازع ٿي ويندو آهي. جنهنڪري تنقيد جو شڪار پڻ رهندو آهي. اعجاز منگي ٻارڙن جي جماعت 'ساٿي ٻارڙا سنگت' جو مرڪزي سرپرست، ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن، سنڌي ادبي سنگت شڪارپور ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف سنڌ جو ميمبر رهي چڪو آهي. سال 27-7-2006 کان 16-4-2008 تائين سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو هن وقت اردو امت اخبار اسلام آباد ۾ بيورو چيف آهي.

**اعرابي:** عربستان جي صحرائن ۾ رهندڙ ڳوناٺا، خانه بدوش عرب، جيڪي خيمن ۾ رهندا آهن. قرآن شريف ۾ لفظ 'اعراب' انهيءَ مفهوم ۾ ڏهه دفعا آيل آهي. سنڌ ۾ اعرابين کي ٻڏو چيو ويندو آهي. جيڪي حج جي نيت سان ويندڙ پانڌيئڙن کان سامان سڙو ڦري وٺندا هئا.

**اعراف:** قرآن شريف جي ستين سورت جو نالو دوزخ ۽ بهشت جي وچ وارو هنڌ (نه ڪي گرم نه ڪي سرد). اعراف عربي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي. جيڪو دراصل بلندين کي چوندا آهن. 'سوره اعراف' ۾ آهي ته بهشت ۽ دوزخ جي وچ

۾ هڪ واڻ هوندي، جنهن جي مٿاهينءَ تي اهڙا ماڻهو هوندا، جن جون نيڪون ۽ بديون هڪ جيتريون هونديون. اُهي نه دوزخ ۾ ويندا ۽ نه بهشت ۾. ليڪن بهشت ۽ دوزخ وارن جي حال کان واقف هوندا. اُهي جنت وارن کي ڏسي چوندا ته توهان تي سلامتي هجي، وري جڏهن دوزخ وارن تي نظر پوندين، تڏهن دانهن ڪري چوندا "ياالله! اسان کي هنن ظالمن ۾ شامل نه ڪر".

**اعزاز نظير ڊاڪٽر، ڪامريڊ:** ڪامريڊ اعزاز نظير حيدرآباد دکن جي محلي گوشه محل ۾ 3- جنوري 1930ع تي هڪ مذهبي گهراڻي ۾ ڄائو سندس والد درگاهه حضرت عبدالله جنوني جو سجاده نشين هو. شاگرديءَ جي زماني ۾ حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ٿيو جيڪا ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ذيلي تنظيم هئي. ان زماني ۾ تلنگانه هاري تحريڪ هلي ته شاگردن ان جي حمايت ۾ تحريڪ هلائي. سندس سرگرمين سبب گرفتاري وارنٽ جاري ٿيا هو لڪي مٿي 1951ع ۾ پاڪستان جي شهر ڪراچيءَ ۾ پهتو هتي پهچڻ بعد حيدرآباد دکن سان واسطو رکندڙ ترقي پسند نوجوانن سان گڏجي سياسي سرگرميون شروع ڪيائين.



ادبي گڏجاڻين دوران سندس ملاقات ڪامريڊ عزيز سلام بخاريءَ سان ٿي ۽ سندس رهنمائيءَ ۾ ڪميونسٽ تحريڪ ۾ حصو ورتائين. ڪراچيءَ ۾ جڏهن ڪميونسٽن ۽ مزدور اڳواڻن خلاف حڪومت وٺ پڪڙ تيز ڪئي ته مکيه ڪارڪن سنڌ جي اندرين علائقن ۾ پهتا ۽ اتي نالا مٽائي ڪم ڪرڻ لڳا. هن پنهنجو نالو ڊاڪٽر نظير رکيو پارٽي جي فيصلي تحت ڪامريڊ عزيز سلام بخاري، امام علي نازش، ڪامريڊ شرف علي ۽ سائين عزيز الله جي رهنمائيءَ ۾ حيدرآباد، ڪوٽڙي، سکر خيرپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ خفيه طور هارين ۽ مزدورن ۾ ڪم جاري رکيو اعزاز نظير خيرپور، سکر ۽ روهڙي ۾ پارٽي جي ڪل وقتي ڪارڪن يعني پيشور انقلابي جي حيثيت سان مختلف محاذن تي ڪم ڪيو. هو نيشنل عوامي پارٽي ۾ به سرگرم رهيو ان تي بندش پوڻ تي نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي ۽ پوءِ مير غوث بخش بزنجي جي پاڪستان نيشنل پارٽي ۾ ڪم ڪيائين. 1977ع ۾ پارٽيءَ جي فيصلي تحت نيشنل پروگريسو پارٽي ناهي وئي ته هي ان جو صدر ٿيو هن خان عبدالولي خان، مير غوث بخش بزنجي ۽ ٻين مکيه سياستدانن سان گڏ آزاد پاڪستان پارٽي کان وٺي عوامي جمهوري پارٽيءَ تائين ڪم ڪيو ساڳيءَ طرح لانڍي، ڪورنگي جي مزدور يونين کان وٺي پاڪستان ورڪرز فيڊريشن تائين انيس هاشمي، نبي احمد ۽ شمير واسطي سان گڏجي پورهيتن لاءِ ڪم ڪيائين. هو مختلف وقتن تي جيلن ۾ رهيو پر هو سڄو عرصو ڪميونسٽ پارٽي سان وابسته رهيو 4 فيبروري 1998ع تي وفات ڪري ويو.

**اعشاريه نظام:** مفاصلي ماپڻ جو بنيادي ايڪو "ميٽر" آهي، جيڪو خط استوا کان وٺي اُتر قطب تائين واري مفاصلي جو هڪ ڪروڙئون حصو آهي، يعني خط استوا کان وٺي اُتر قطب تائين مفاصلي ۾ هڪ ڪروڙ ميٽر ٿين ٿا. ميٽر جي ڊيگهه عام طرح 37 ۽ 39 انچ آهي.

مفاصلي ماپڻ جي جدول ۾ 10 ميٽر= ڊيڪا ميٽر، 100 ميٽر = هيڪٽو ميٽر، 1000 ميٽر = ڪلو ميٽر، $\frac{1}{10}$ ميٽر = ڊيسي ميٽر، $\frac{1}{100}$ ميٽر = سينٽي ميٽر، نهرين شين جو وزن يا تور جي ماپ جو بنيادي ايڪو "گرام" آهي: 10 گرام = ڊيڪا گرام، 100 گرام = هيڪٽو گرام، 1000 گرام = ڪلو گرام، $\frac{1}{10}$ گرام = ڊيسي گرام، $\frac{1}{100}$ گرام = سينٽي گرام، $\frac{1}{1000}$ گرام = ملي گرام.

پاڻياٺ وارين شين جي تور جو بنيادي پيمانو "لٽر" آهي:

10 لٽر = ڊيڪا لٽر 100 لٽر = هيڪٽو لٽر $\frac{1}{1000}$ لٽر= ملي لٽر $\frac{1}{10}$ لٽر= ڊيسي لٽر، $\frac{1}{100}$ لٽر= سينٽي لٽر

ڏاڪي جي گهٽ واري ان نظام کي اعشاريه نظام چئبو آهي.

**اعظم خان:** مغلن جو هيءُ عملدار سن 1128هه (سن 1716ع) ۾ ٺٽي جو نواب بنجي آيو هو صوفي بزرگ شاهه عنايت جي مخالفن جي ڳالهين ۾ اچي سندن مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو هن سلسلي ۾ سڀ کان اول اهو قدم کنيائين جو صوفي شاهه عنايت جي خانقاهه سان لاڳو زمينن جون ڏلون، جي اڳ معاف ٿي چڪيون هيون سي ٺٽين سر مڙهيائين. ان کان علاوه خدا يار خان ميان يار محمد خان ۽ ٻين زميندارن کي خط لکيائين ته هو سندس مدد ڪن ته جيئن هو صوفي شاهه عنايت ۽ سندس مريدن سان جنگ ڪري. مقالات شعراءِ قلمي نسخي ۾ هڪ روايت آهي ته اعظم خان، صوفي شاهه عنايت جي ملاقات لاءِ ويو تڏهن درويشن کيس ائين چئي روڪي ڇڏيو ته "حضرت جن هن وقت ورد وظيفن ۾ مشغول آهن". جڏهن صوفي صاحب سان ملاقات ٿي، تڏهن اعظم خان چيو "درِ درويش را دربان نشايد" (درويش جي در تي دربان نه هئڻ گهرجي). صوفي صاحب هڪدم جواب ڏنو "بشايد، تا سگِ دنيا نيايد" (هئڻ گهرجي ته جيئن دنياوي ڪتا اندر اچي نه سگهن). هيءَ ڳالهه اعظم خان جي ذاتي رنجش جو سبب بنجي وئي. شاهه عنايت جي وڌندڙ طاقت کان گهٻرائجي جڏهن ته جي زميندارن دهليءَ ۾ واويلا ڪئي تڏهن دهليءَ جي حڪم تي اعظم خان صوفي شاهه عنايت خلاف بغاوت جي باهه کي مڃايو. بالاخر هن صوفي شاهه عنايت کي دوکي سان قيد ڪرائي 15 صفر 1130هه (7 جنوري 1718ع) تي کيس شهادت جو جام پياريو هن ظالم نواب هر طرح سان ٺٽي جي عوام سان ظلم ڪيا. ٺٽي جي قابل احترام مخدوم رحمت الله کي به قيد ڪرايائين. واپارين کان زوري پئسا ڦريائين. اهڙي طرح هر لحاظ کان هن پنهنجي نوابي جو غلط فائدو ورتو ۽ عوام کي تنگ ڪيائين. پوءِ جڏهن محمد شاهه تخت تي ويٺو ته سن 1131هجريءَ ۾ اعظم خان کي گورنريءَ تان لاٿو ويو.

**اعلان تاشقند:** پاڪستان ۽ ڀارت ۾ لڳندڙ 1965ع واري جنگ سترهن ڏينهن کان پوءِ 23 سيپٽمبر 1965ع تي بند ٿي. وقتي مسئلن جي حل لاءِ ٻنهي ملڪن، روس جي دعوت تي، ازبڪستان جي مرڪز تاشقند ۾ 4 جنوري کان 10 جنوري 1966ع تائين ڳالهيون ڪيون، جنهن ۾ ڪي روسي اڳواڻ به شريڪ هئا. ڳالهين کان پوءِ پڌرنامو جاري ٿيو جنهن کي "اعلان تاشقند" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو انهيءَ اعلان تي پاڪستان طرفان صدر جنرل محمد ايوب خان ۽ ڀارت طرفان وزيراعظم لال بهادر شاستريءَ صحيحون ڪيون هيون. انهيءَ تاريخي تقريب ۾ پاڪستان جو پرڏيهي وزير ذوالفقار علي ڀٽو، ڀارتي پرڏيهي وزير "سورن سنگهه"، ڀارتي گهرو وزير "چرن سنگهه"، روسي وزيراعظم "ڪوسيجن" ۽ روسي وزيرخارجه "گروميڪو" به موجود هئا. "اعلان تاشقند" ۾ ڪيل فيصلن مان مکيه هيٺيان هئا:

(1) ٻنهي ملڪن ۾ خوشگوار تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوششون جاري رکيون وينديون.

(2) ٻنهي ملڪن جون فوجون، 25 فيبروري 1966ع تائين واپس پنهنجن علائقن ۾ هليون وينديون.

(3) جنگ بنديءَ جي حد تي بمباري بند رکڻ جي شرطن جي پابند ڪئي ويندي.

(4) ٻئي ملڪ هڪٻئي جي اندروني معاملن ۾ دخل اندازي نه ڪندا.

(5) ٻنهي ملڪن جون حڪومتون سفارتي رابطن ۾ "ويانا ڪنوينشن 1961ع" جي فيصلن جي پابندي ڪنديون.

(6) ٻنهي ملڪ اقتصادي ۽ واپاري رابطن، ثقافتي ڏي وٺ ۽ اچ وڃ جي ذريعن جي بحاليءَ لاءِ تدبيرون ڪندا.
(7) جنگ ۾ قيد ٿيل جنگي قيدين جي آزادي ۽ ضبط ٿيل ملڪيتن جي واپسي ڪئي ويندي.

**اعلان حق عرف ڪوڙ جو پول** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب لطف الله پليءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 36 آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپايل آهي. لطف الله خيرمحمد پليءَ هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اعلان ڪراچي:** 6 جولاءِ 1978ع کان 8 جولاءِ 1978ع تائين ڪراچيءَ ۾ پهرين غيرسرڪاري ٽن ڏينهن واري رابطہ عالم اسلامي ڪانفرنس ٿي. هن ڪانفرنس ۾ ايشيا جا ٻہ سؤ کان وڌيڪ ادارا شريڪ ٿيا، جن ايشيا جي 25 ملڪن جي نمائندگي ڪئي. عملي طور تي 190 تنظيمن شرڪت ڪئي ۽ مبصرن جي حيثيت ۾ آسٽريا، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، نيوزي لئنڊ ۽ فيجيءَ جا نمائندا پڻ شريڪ ٿيا. ان ڪانسواءِ رابطہ عالم اسلاميءَ جي نمائندن بہ شرڪت ڪئي. هن ڪانفرنس جو مقصد مسلمانن ۾ اتحاد قائم ڪرڻ هو. ڪانفرنس جي آخري اجلاس ۾ رابطہ عالم اسلاميءَ جي سيڪريٽري جنرل، شيخ محمد علي الحرڪان، پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن کي "اعلان ڪراچي" جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. پڌرنامي جا مکيہ نُڪتا هي هئا:
(1) پاڪستان ۾ اسلامي نظام نافذ ٿيڻ گهرجي ۽ قانون بہ اسلامي شريعت موجب هئڻ گهرجن.
(2) سيني مسلمان ادارن ۾ گڏيل تعلق ۽ تعاون لاءِ ڪوششون ڪرڻ کپن تہ جيئن وحدت اسلاميءَ جو مقصد حاصل ٿي سگهي.
(3) ڏکڻ ايشيا لاءِ هڪ اسلامي ڪائونسل بنائي وڃي، جنهن جو مرڪز ڪراچي هجي.

**اعلان لاهور:** 22 کان 24 فيبروري 1974ع تي ان وقت جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ لاهور ۾ اسلامي ملڪن جي سربراهن جي ڪانفرنس ٿي. ان موقعي تي جيڪو گڏيل اعلان پڌرو ٿيو سو "اعلان لاهور" جي نالي سان مشهور آهي. ان ۾ چيو ويو تہ: (1) مسلمان قومن جو اتحاد نسل ۽ ثقافت تي نہ، پر مساوات ۽ اخوت تي آهي، (2) اسين ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي مشترڪ جدوجهد سان گڏ آهيون، (3) اسين مسلمانن جي يڪجهتيءَ کي فروغ ڏيڻ جو عزم ڪريون ٿا، (4) اسين عرب ملڪن ۽ فلسطين جي آزاديءَ جي تحريڪ کي ساراهيون ٿا، (5) اسين اسلامي ڪانفرنس ۽ ان جي سيڪريٽريٽ جي سرگرمين کي ساراهيون ٿا، (6) اسين جارحيت جي خلاف آهيون، (7) عرب ملڪن جي مؤثر ۽ مڪمل حمايت هجڻ گهرجي ۽ (8) بيت المقدس جي آزاديءَ جي لاءِ گڏيل جدوجهد هئڻ گهرجي.

**اعوان:** هڪ ذات جو نالو اڪثر اُتر سنڌ ۾ هن ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن. هڪ روايت موجب هن ذات کي سمات ۾ ڳڻيو ويو آهي. هيءَ ذات اصل پنجاب جي آهي. اٽڪ ۽ تنول واري خطي ۾ اعوان خطو آهي، جنهن جي ٻوليءَ کي اعوانڪي چوندا آهن. جيڪا لهندا جي شاخ آهي.

هن ذات مان شڪارپور جي مشهور سنڌي ڪهاڻيڪار خاتون "ثميره زرين" ٿي گذري آهي.

اعوان پاڻ کي پٺاڻن سان ملائيندا آهن. ڇوتہ اُنهن ڪافي وقت افغانستان جي غزني ۽ هرات جي علائقن ۾ پڻ گذاريو آهي. بعض عالمن جو چوڻ آهي تہ انهن جو اصل وطن روسي ترڪستان جي بلخ جو علائقو هو جتان تاتارين کين نيڪالي ڏيئي ملڪ تي قبضو ڪيو هو تڏهن اهي هرات پهتا هئا. جتان سن 1526ع ڌاري بابر بادشاهہ جي فوجن ۾ شريڪ ٿي اعوان سنڌ ۾ پهتا ۽ سڪيسر (پنجاب) ۾ رهي پيا.

ڪوڪر ۽ ڪٽڙ اعوانن جا زورآور قبيلا آهن سي ڪوهہ سليمان ۽ ڪوهہ سفيد جي دامن ۾ آباد آهن. ديري اسماعيل خان ۾ اعوانن جو وڏو تعداد آباد آهي. هي نهايت جنگجو ۽ جفاڪش قبيلو آهي. پنجاب ۾ سندن گڏيل آباديون آهن، پر سنڌ ۾ اعوان انفرادي حيثيت ۾ رهن ٿا.

**افادة العينين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عربيءَ تان ڪنيل آهي ۽ ان جو منظوم ترجمو خليفي محمد ڪيو آهي، جنهن جو نسخو برٽش ميوزيم لائبريري لنڊن ۾ موجود آهي.

**افتخار عارف:** اردو زبان جو ناميارو شاعر ۽ اديب افتخار عارف، 21 مارچ 1943ع تي لکنؤ (ڀارت) ۾ پيدا ٿيو سندس اصل نالو افتخار حسين آهي. ايم. اي ۽ ايم. ايس سي تائين لکنؤ يونيورسٽيءَ مان تعليم حاصل ڪيائين.



1965ع کان 1977ع تائين ريڊيو پاڪستان ۾، ٻاهرين نشريات جو نيوزڪاسٽر رهيو جنهن کان پوءِ وري پاڪستان ٽيليويزن سينٽر ڪراچيءَ تي، اسڪرپٽ رائيٽر ۽ سينيئر پروڊيوسر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو. سندس شهرت ۾ ٽيليويزن جي اردو پروگرام 'ڪسوٽيءَ' جي ڪري اضافو ٿيو 1977ع کان 1980ع تائين بئنڪ آف ڪريڊٽ ۽ ڪامرس ۾، عام لاڳاپن جو آفيسر مقرر ٿيو. جنهن کان پوءِ 1990ع تائين، بئنڪ جي عيوضيءَ جي حيثيت سان، "ٿرڊ ورلڊ فائونڊيشن" لنڊن جو ناظر اعليٰ پڻ رهيو لنڊن مان اچڻ کان پوءِ کيس پاڪستان اڪادمي ادبيات جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. 1994ع کان وٺي هن وقت تائين "اسڪالرس انٽرنيشنل رائيٽرس فائونڊيشن" جو ڊائريڪٽر جنرل، مقتدره قومي زبان جو چيئرمين ۽ پيو پيرو چيئرمين اڪادمي ادبيات اسلام آباد رهيو جتان ويجهڙائي ۾ فارغ ٿي وري مقتدره قومي زبان جو چيئرمين ٿيو آهي.

سندس ادبي ۽ تعليمي خدمتن جي مڃتا طور کيس ڪيترائي اوارڊ ۽ انعام ڏنا ويا آهن. جن ۾، 1984ع ۾ آدم جي اوارڊ، فيض انٽرنئشنل اوارڊ براءِ شاعري، 1989ع ۾ صدارتي اوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي، 1994ع ۾ باباءِ اردو مولوي عبدالحق اوارڊ، 1995ع ۾ نقوش ادبي اوارڊ ۽ بولان انٽرنئشنل اوارڊ 1996ع شامل آهن. هن برطانيا ۾ قيام دوران بي. بي سي ۽ ٻين نشرياتي ادارن ۾ علمي ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن تہ ڪيترن ملڪن ۾ ٿيندڙ، مختلف نوعيت جي سيمينارن ۾ پڻ شرڪت ڪري چڪو آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا، "مهر دو نيم"، "بارهوان کلاڙي" ۽ "حرف باريان" شايع ٿي چڪا آهن.

**افتخار محمد چوڙري، جسٽس:** چيف جسٽس آف پاڪستان جسٽس افتخار محمد چوڙري 12 ڊسمبر 1948ع تي ڄائو. کيس جنرل پرويز مشرف 7 مئي 2005ع تي سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو چيف جسٽس مقرر ڪيو. ۽ 9 مئي 2007ع تي ان وقت معطل ڪيو. جڏهن هُن استعيفيٰ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. سندس ان انڪار وڪيلن جي هڪ تاريخي تحريڪ کي جنم ڏنو نيٺ 20 جولاءِ 2007ع تي کيس سپريم ڪورٽ بحال ڪيو. سپريم ڪورٽ جي فل بينچ آڏو جسٽس چوڙريءَ جي وڪالت اعتزاز احسن ۽ ٻين وڪيلن ڪئي. پاڪستان جي پنجاهہ سالن جي تاريخ ۾ پنهنجي نوعيت جو هي پهريون واقعو هو جو چيف جسٽس کي معطل ڪيو ويو هجي. صدر مشرف کي سندس ٻيهر صدر چوندجڻ خلاف سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪيل آئيني

درخواست سبب خطرو محسوس ٿيو. ان ڪري هن فوري طور آئين معطل ڪري، ملڪ ۾ هنگامي حالتن جو اعلان ڪري ڇڏيو.

جسٽس افتخار محمد چوڌري بي. اي ۽ ايل ايل بي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي ۽ 1974ع ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1976ع ۾ هاءِ ڪورٽ جي وڪيل طور ۽ 1985ع ۾ سپريم ڪورٽ جي وڪيل طور داخل ٿيو. 1989ع ۾ کيس بلوچستان هاءِ ڪورٽ ۾ ايڊيشنل جج طور مقرر ڪيو ويو ان عهدي تي هو 21 اپريل 1999ع تائين رهيو. 1992ع ۾ کيس چيئرمين بلوچستان لوڪل ڪائونسل



اليڪشن اٿارٽي ۽ 22 اپريل 1999ع تي کيس بلوچستان هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو.

**اهم فيصلا: جنرل مشرف جي فوجي حڪومت کي جائز قرار ڏيڻ:** جنوري 2000ع ۾ جسٽس چوڌري تڏهن بلوچستان هاءِ ڪورٽ ۾ ڪم ڪندڙ ججن مان پهريون جج هو. جنهن جنرل مشرف جي ڏنل پي سي او (عبوري آئيني حڪم) تحت قسم کنيو ائين کيس ترقي ماڻڻ جو موقعو مليو. ان وقت سپريم ڪورٽ جي 11 ججن پي سي او تحت قسم کڻڻ کان انڪار ڪندي استعيفائون ڏنيون هيون ۽ ائين ججن جا عهدا خالي ٿيا هئا. 13 اپريل 2005ع تي سترهين ترميم ۽ صدر مشرف جي يونيفارم واري ڪيس ۾ جسٽس افتخار محمد چوڌري انهن پنجن ججن مان هڪ هو. جن جنرل مشرف جي فوجي حڪومت کي جائز ۽ قانوني قرار ڏيندي انهيءَ ڪيس کي خارج ڪيو ان ڪيس جي وسيع تر فيصلي ۾ انهن ججن چيو هو ته آئين کي معطل ڪرڻ بعد جنرل مشرف جو لاڳو ڪيل ليگل فريم ورڪ آرڊر، سترهين ترميم، جنهن سان کيس آئيني طور پذيرائي ملي ۽ ٻه عهدا يعني صدر ۽ فوجي سربراهه رهڻ، قانوني آهن.

**پاڪستان اسٽيل مل کي خانگائڻ:** 2007ع ۾ جسٽس چوڌريءَ پاڪستان اسٽيل مل کي خانگي اداري کي وڪرو ڪرڻ واري حڪومتي فيصلي جي مخالفت ڪئي ۽ پنهنجي عدالتي فيصلي ۾ چيو ته پاڪستان اسٽيل مل هڪ گروپ کي وڪرو ڪرڻ، جنهن ۾ هڪ ڇڙو عارف حبيب وزير اعظم شوڪت عزيز جو دوست به آهي، هڪ تڪڙ ۾ ڪيل فيصلو آهي.

**حسبه بل:** جڏهن سرحد اسيمبلي حسبه بل پاس ڪيو. جنهن ۾ پوليس کي اهي اختيار ڏنا ويا هئا ته اها اسلامي ارڪان تي عمل ڪرائي، ۽ ڪن ٻين اهڙن عملن کي روڪرائي، جن معاملن کي غير اسلامي سمجهيو ٿي ويو. صدر جنرل پرويز مشرف اهو معاملو عدالتي راءِ وٺڻ لاءِ سپريم ڪورٽ ڏانهن موڪليو. چيف جسٽس چوڌري جيڪو بئنچ جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. تنهن پنهنجي فيصلي ۾ گورنر سرحد کي ان بل تي صحيح ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو.

**گم ٿيل ماڻهن جو ڪيس:** چيو وڃي ٿو ته پاڪستان مان ڪيترائي ماڻهو (جنهن ۾ سنڌ جا به ڪجهه سياسي اڳواڻ ۽ ڪارڪن شامل هئا) مختلف ڳجهن ادارن گرفتار ڪري گم ڪري ڇڏيا هئا. ڪين ڪنهن عدالت ۾ به پيش نه پيئي ڪيو ويو. 254 گم ٿيل ماڻهن جي وارثن طرفان هڪ درخواست سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪئي ويئي، جنهن جي پيروي امينه مسعود جنجوعه ڪئي. سپريم ڪورٽ وزارت داخلا ۽ ڳجهن ادارن جي نمائندن کي عدالت ۾ گهرايو. نتيجي ۾ 107 ماڻهن کي آزاد ڪيو ويو. ان وقت اهڙي قسم جا فيصلا جنرل مشرف جي حڪومت جي خلاف پئي ويا. ان ڪري هو جنرل مشرف جي عتاب هيٺ آيو.

**معطلي ۽ بحالي:** 9 مارچ 2007ع تي صدر جنرل پرويز مشرف چيف جسٽس افتخار چوڌريءَ کي معطل ڪري سندس خلاف Misconduct جو ريفرنس داخل ڪيو. سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس کي هٽائڻ. پاڪستان جي 60 سالن جي تاريخ ۾ پهريون واقعو هو.

سنڌ سان واسطو رکندڙ سپريم ڪورٽ جي سينيئر جج جسٽس راڻا ڀڳوانداس کي قائم مقام چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو 5 مئي 2007ع تي جسٽس چوڌري پنهنجي وڪيل اعتزاز احسن سان گڏ (جيڪو پ اڳواڻ پڻ هو) اسلام آباد کان لاهور تائين جو سفر ڪيو رستي ۾ سندس آجيان ڪندڙن جي هجوم سبب 5-4 ڪلاڪن وارو اهو سفر 25 ڪلاڪن ۾ طئي ٿي سگهيو.

12 مئي 2007ع تي معطل ٿيل چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري سپريم ڪورٽ جي پنجاهين سالگره جي موقعي تي ٿيندڙ هڪ تقريب ۾ خاص مهمان طور ڪراچي بار ايسوسيئيشن جي پروگرام ۾ شرڪت لاءِ ڪراچيءَ پهتو ته ڪراچي شهر جا رستا بلاڪ ڪيا ويا. سندس استقبال لاءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل ماڻهن تي فائرنگ ڪئي ويئي. جنهن ۾ 42 ماڻهو مارجي ويا ۽ 140 ڄڻا زخمي ٿي پيا. چيف جسٽس کي ڪيترا ڪلاڪ ڪراچيءَ جي هوائي اڏي تي قابو رهڻ بعد اتان ئي واپس وڃڻو پيو.

20 جولاءِ 2007ع تي 13 رڪني سپريم ڪورٽ جي بئنچ کيس چيف جسٽس جي عهدي تي بحال ڪيو ۽ جنرل مشرف جي لڳايل الزامن ۽ سندس خلاف داخل ڪيل ريفرنس رد ڪري ڇڏيو.

**بحالي کانپوءِ:** 20 آگسٽ 2007ع تي چيف جسٽس چوڌري ايف آءِ اي جي ڊائريڪٽر جنرل طارق پرويز کي چتاءُ ڏنو ته جيڪڏهن بانڌي بڻايل حافظ عبدالباسط کي پيش نه ڪيو ويو ته کيس جيل موڪليو ويندو. نيٺ حافظ عبدالباسط کي آزاد ڪيو ويو. بعد ۾ مشرف حڪومت کيس بينظير ڀٽو جي قتل واري الزام جي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو.

**هنگامي حالتون:** صدر مشرف وٽ صدر ۽ فوج جي سربراهه جا ٻئي عهدا هئا. هن 3 نومبر 2007ع تي ملڪ ۾ هنگامي حالتن جو اعلان ڪري آئين ۽ پارليامينٽ ٻنهي کي معطل ڪري ڇڏيو ۽ عبوري آئيني حڪم (پي سي او) جاري ڪيو ويو.

هنگامي حالتون لاڳو ٿيڻ ۽ آئين جي معطليءَ تي جسٽس افتخار چوڌري سندس سربراهيءَ ۾ سپريم ڪورٽ جي هڪ 8 رڪني بئنچ جوڙي، جنهن ترت عبوري آئيني حڪم، هنگامي حالتن ۽ آئين جي معطلي کي رد ڪري ڇڏيو ساڳئي وقت هن سمورن سول ۽ فوجي عملدارن کي هدايت ڪئي ته اهي انهيءَ حڪمنامي کي نه مڃين. هن سپريم ۽ هاءِ ڪورٽن جي ججن کي به هدايت ڪئي ته اهي هن پي سي او تحت قسم نه کڻن. ترت ئي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جي هڪ جٿي سپريم ڪورٽ جي عمارت ۾ ڪارروائي ڪندي، چيف جسٽس چوڌريءَ سميت ستن ججن کي گرفتار ڪري ورتو. سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽن جي 90 ججن پي سي او تحت قسم کڻڻ کان انڪار ڪيو. صدر مشرف سندس جاءِ تي جسٽس عبدالحميد ڊوگر کي چيف جسٽس آف پاڪستان مقرر ڪيو ۽ ان سان گڏ ٽن ٻين ججن کان به سپريم ڪورٽ جي جج طور قسم ورتو.

جسٽس چوڌريءَ کي گهر ۾ نظر بند ڪيو ويو. ساڻس ڪير به بنا اجازت جي ملي نه پئي سگهيو نيٺ پ پ جي وزيراعظم يوسف رضا گيلاني

وزيراعظم ٽنهي جي ڀرتين ڏينهن ۾ چيف جسٽس کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پر هن ڪيس بحال نہ ڪيو. بعد ۾ ججن جي بحالي لاءِ صدر، وزيراعظم ۽ مسلم ليگ ن جي سربراهہ ميان نواز شريف جي وچ ۾ ٽي معاهدا ٿيا. پر پوءِ بہ چيف جسٽس بحال نہ ٿيو. ان سبب وڪيلن ٻيهر تحريڪ شروع ڪري ڏني. وڪيلن جي تحريڪ ججن جي بحاليءَ لاءِ 12 کان 16 مارچ 2009ع تائين لانگ مارچ جو اعلان ڪيو. 15 مارچ 2009ع تي نواز شريف ۽ چوڌري اعتزاز احسن جي اڳواڻيءَ ۾ وڪيلن ۽ سندس حامين لاهور مان لانگ مارچ شروع ڪيو. 15 ۽ 16 مارچ 2009ع جي وچ ڌاري حڪومت جسٽس چوڌريءَ سميت سمورن ججن کي بحال ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو. هن وقت جسٽس افتخار چوڌري پاڪستان جي سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس آهي.

**افسانہ زندگي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عبدالحئي "جهانگي" قريشيءَ جيمس آباد واري جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڇاپايل آهي. آر. ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد. ان جو ڇاپو ڇپيو. اسٽينڊرڊ پريس حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ ڇاپيو.

**افضل الاذڪار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ صفحا 48 آهن ۽ قيمت 75 پئسا ڇاپايل آهي. حڪيم عبدالحق ۽ حڪيم نورالحق سکرُن جو ڇاپو پهريون، حيدري پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپايو.

**افضل راز:** ريورينڊ سي. ڊبليو. هيسڪل جو هيءَ ڪتاب، 22 صفحن جو، ڪچي جلد سان، ڪرائون سائيز ۾ آهي، جنهن جو ملهہ 6 پايون ڇاپايل آهي. هن ڪتابڙي جو پهريون ڇاپو، چرچ مشن پريس ڪراچيءَ مان سنہ 1940ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، ڪرسچن لائبرري سوسائٽيءَ ساڳي پريس مان 1943ع ۾ ڇپايو.

**افضل قادري** (ڪتاب): مزاحمتي شاعر افضل قادري 15 آگسٽ 1949ع تي لاڙڪاڻي شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ننڍي ڳوٺ دودي سنهڙي ۾ ڄائو. حساس طبيعت هئڻ ڪري هن قوم ۽ ڌرتيءَ تي ٿيندڙ ظلمن کي محسوس ڪندي مزاحمتي شاعري ڪئي. غريب خاندان جو فرد هئڻ ڪري، 20 ورهين جي عمر ۾ ئي ملازمت نہ ملڻ ڪري جانورن جي اسپتال جو ڪمپائونڊر ٿيو. افضل ڪنهن کان متاثر ٿي شاعر نہ ٿيو، پر قومي جذبي هن جي اندر ۾ اُٿل پيدا ڪئي، ۽ انقلابي شاعري شروع ڪيائين. ڏات ۽ ڏانءَ هن جو ساٿ ڏنو ۽ ٿوري وقت ۾ مقبول شاعر بنجي پيو. هن 12 مئي 1990ع ۾ وفات ڪئي.

**افغانستان:** پاڪستان جي اتر اولهہ ۾ "افغان" قوم جو ملڪ. قديم سلطنت، جنهن جو نالو "آريانہ" هو. هن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ ڪابل آهي. هن جي اتر ۾ روس، الهندي ۾ ايران، ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ پاڪستان آهن. هي گهڻو ڪري جابلو علائقو آهي. هندوڪش جبل جون شاخون هِن سڄي ملڪ ۾ پکڙيل آهن. هن جي وادين ۾ ڪڻڪ، چانور ۽ ميوو ٿيندو آهي. هتي جو وڏو درياهہ هلمند آهي. آمو دريا (جيحون) جو ڪجهہ حصو روس ۽ افغانستان جي وچ ۾ آهي. هن ملڪ جو مذهب اسلام آهي. مکيہ ٻوليون پشتو ۽ دري (فارسي) آهن. هن علائقي تي پهريائين دارا اول 516 ق. م ۾ قبضو ڪيو. سن 326 ق. م ۾ سڪندراعظم هندستان ۾ آيو ۽ هن ملڪ کي فتح ڪيائين. باختر جي دور ۾ هي ملڪ پارٿين جي قبضي ۾ رهيو. ستين صدي عيسويءَ ۾ مسلمانن جي قبضي کان پوءِ اسلام هتي جو مستقل مذهب بڻجي ويو. هتي مستحڪم اسلامي حڪومت محمود غزنويءَ جي هئي، جنهن يارهين صديءَ ۾ ايران ۽ هندستان جا ڪي علائقا فتح ڪيا. آخر هن علائقي تي پهريائين چنگيزخان ۽ پوءِ تيمور قبضو ڪيو.

سورهين صدي عيسويءَ ۾ بابر بادشاهہ ڪابل کي مرڪز بنائي، هندستان تي حملو ڪيو. افغانستان جي هڪ متحده سلطنت ارڙهين صديءَ ۾ احمد شاهہ ابداليءَ قائم ڪئي. احمد شاهہ ابداليءَ جي پاڻيپت واريءَ جنگ (1761ع) جو اثر سنڌ تي بہ پيو. ان کان پوءِ وري دوست محمد ۽ شاهہ شجاع واري دور ۾، مدد خان پٺاڻ ڪلهوڙن کان ڏن وٺڻ جي بهاني سان، سنڌ تي ڪاهہ ڪئي ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ تاراج ڪري ڇڏيائين. ٽالپرن جي دور ۾ انگريزن افغانستان تي، سنڌ جي رستي ڪاهہ ڪئي. احمد شاهہ ابدالي، مدد خان پٺاڻ ۽ ٻين افغان حڪمرانن جي طرفان مختلف وقتن تي سنڌ کي نقصان پهچڻ ڪري اهو پهاڪو مشهور ٿيو تہ "جڏهن ڪڏهن سنڌڙي تو کي قنڌارئون جوکو."

1919ع ۾ غازي امان الله سان هڪ مختصر جنگ ٿي، پوءِ هڪ صلحنامو ٿيو. جنهن جي بنياد تي "امير" جي بدران هُن "شاهہ" جو لقب اختيار ڪيو. 1929ع ۾ شاهہ امان الله جي خلاف بغاوت ٿي. جنرل نادر خان بغاوت جو باني هو ۽ پوءِ اُهوئي بادشاهہ ٿيو. سنہ 1933ع ۾ نادرشاهہ جي قتل کان پوءِ، ان جو پٽ محمد ظاهر شاهہ بادشاهہ ٿيو. 17 جولاءِ 1973ع تي جنرل سردار دائود خان، ظاهر شاهہ جي حڪومت جو خاتمو آندو. ۽ 18 جولاءِ تي پاڻ صدر ۽ وزيراعظم هجڻ جو اعلان ڪيائين. 1973ع ۾ سردار دائود جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

30 جنوري 1977ع تي افغانستان جي قومي اسيمبليءَ جو اجلاس سڏايو ويو. 27 اپريل 1978ع تي خونريز انقلاب کان پوءِ، 1992ع ۾ سردار دائود جو تختو اونڌو ڪيو ويو. آخرڪار افغانستان ۾ روسي فوجن جي مخالفت ۾ افغان عوام جي جدوجهد جو طويل سلسلو شروع ٿيو ۽ افغانستان جي عوام جي فتح ٿي.

1970ع جي آخر ۾ افغان حڪومت کي وڌندڙ سماجي مسئلن سان منهن ڏيڻو پئجي ويو. 1979ع ۾ طالبان جو زور وڌڻ لڳو، جن کي سوويت يونين جي پٺڀرائي حاصل هئي. افغان حڪومت کي اندروني توڙي ٻاهرين طاقتن سان هڪ ئي وقت مهاڏو اٽڪائڻو پيو. 1986ع ۾ ٻيرڪ ڪارمل کي هٽائي محمد نجيب الله کي افغانستان جو صدر منتخب ڪيو ويو. 1997ع کان 1989ع تائين ملڪ جنگ جي ڏهڻ ۾ ڦاسي معاشي طور زري گهٽ تباهہ ٿي ويو. سوويت يونين جي هٽي وڃڻ کان پوءِ ملڪ کي گوريلا ويڙهہ سان منهن ڏيڻو پيو. 1992ع جي شروعاتي ڏينهن ۾ ڪابل تي سندن قبضو ٿي ويو ۽ هڪ 50 ميمبرن جي ڪائونسل قائم ڪري حڪومتي ڪاروبار هلايو ويو. جنهن جو مولانا برهان الدين رباني صدر هو. پر اهي پاڻ کي منظم ثابت ڪري نہ سگهيا ۽ ترت گلبدن حڪمت يار حملو ڪري مولانا ربانيءَ جي حڪومت کي ختم ڪري ڇڏيو. نتيجي طور افغانستان ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو ۽ هر ٽڪري تي الڳ حڪمران حڪومت ڪرڻ لڳا. 1994ع جي شروعات ۾ مذهبي بنياد پرست پشتون شاگرد طاقتور ٿي اڀريا. 1996ع جي شروعات ۾ طالبان جي حيثيت ۾ انهن افغانستان تي قبضو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ 1996ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ طالبان جي حامين ڪابل تي قبضو ڪري ورتو. توڙي جو حڪمت يار ۽ رباني هڪ ٻئي سان حڪومتي الحاق ڪيو هو پر طالبان افغانستان کي اسلامي مملڪت قرار ڏئي اسلامي قانوني نافذ ڪري ڇڏيا ۽ بہ ياڳي ٽي ملڪ جي حصي تي باقاعدي سندن قبضو ٿي ويو.

1998ع کان طالبان جو ملڪ تي مڪمل قبضو ٿي ويو ۽ آمريڪا جي فوجي اداري رپورٽ ڏني ته اسامه بن لادن ڪابل جي پرسان آمريڪا سان وڙهڻ لاءِ هٿياربند ماڻهو وڏي پيماني تي تيار ڪري رهيو آهي. ترت سعودي عرب جائي اسامه بن لادن ڪينيا ۾ آمريڪي خاني تي بمباري ڪرائي ڪافي دهشتگرد پڪيڙي نومبر 1995ع ۾ تنزانيا جي اداري افغانستان جي مٿان معاشي پابنديون مڙهي ڇڏيون. گڏيل قومن جي اداري ڊسمبر 2000ع ۾ طالبان حڪومت تي اڃا گهڻو سختي ڪندي هٿيارن ڏيڻ تي به پابندي لڳائي ڇڏي. سال 2000ع تائين طالبان جو 90 سيڪڙو ملڪ تي مڪمل قبضو ٿي ويو. 2001ع ۾ طالبان شدت پسندن گوتم ٻڌ جا ٻه عظيم مجسما باميا ۾ ٽوڙي ڇڏيا. جنهن جي سڄي دنيا شديد مذمت ڪئي. اهي مجسما انتها پسند مذهبي اڳواڻن جي چوڻ تي تباهه ڪيا ويا هئا. جن عوام کي اهو تاثر ڏنو ته اسلام ۾ بت پرستيءَ جي منع ٿيل آهي، جڏهن ته اسلام ۾ ٻين مذهبن جي مڃيندڙن کي سندن عقيدن تي عمل ڪرڻ جي آزادي ڏيڻ جي ڳالهه موجود آهي ۽ سندن عبادتگاهن جو تحفظ به مسلمان حڪومتن جي ذميواري آهي.

مجسما ٽوڙڻ کان ٻه ڏينهن پوءِ آمريڪا جي ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۽ پينٽاگون تي حملو ڪري ورلڊ ٽريڊ سينٽر کي تباهه ڪيو ويو. آمريڪا افغانستان کان اسامه جي ٻانهن گهري، ان حملي جي اسامه القاعده جي نالي ۾ ذميواري آهي. پر افغانستان القاعده جي اڳواڻ اسامه بن لادن جي ٻانهن ڏيڻ کان انڪار ڪيو انڪار تي آمريڪي حڪومت آڪٽوبر 2001ع تي طالبان ۽ القاعده تي حملو ڪري ڏنو. ان سان گڏ اترين علائقن جي اتحادين ۽ ٻين القاعده مخالف قوتن جي زبردست مدد شروع ڪري ڏني. هوائي حملن کان سواءِ هزارن جي تعداد ۾ فوجي افغانستان ۾ داخل ٿي ويا ۽ طالبان جي اڳواڻ ملان عمر ۽ اسامه جي ڳولا شروع ڪري ڏنائون. ڊسمبر 2001ع ۾ جرمنيءَ جي شهر ۾ افغانستان بابت هڪ ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ حامد ڪرزئيءَ کي مولانا رباني‌ءَ جي جاءِ تي صدر مقرر ڪيو ويو. 2002ع جي شروعات ۾ طالبان ۽ القاعده کي زبردست شڪست ڏني وئي. سندن ڪيترائي اڳواڻ مارجي ويا. پر القاعده جي ميمبرن ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو ائين نئين ليڊر شپ به وڌي. آخر 2002ع ۾ گرديز وٽ حقيقي جنگ لڳي، جنهن ۾ حڪومتي طاقت نيٽو(NETO) جي طرفان برطانيا، ڪينيڊا ۽ ٻين نيٽو جي ميمبر ملڪن جي هٿ اچي وئي، جن پنهنجا فوجي افغانستان موڪليا هئا. اصل اها امن جي نالي ۾ جنگ هئي. ان ۾ انساني همدرديءَ طور ٻين ملڪن به افغانستان کي معاشي مدد ڏني. گڏيل قومن جي اداري اندازو لڳايو ته هتي ايتري تباهي ٿي آهي، جو گهٽ ۾ گهٽ 15 بلين ڊالرن جي لاڳت سان بحاليءَ جو ڪم ٿي ويو 2002ع ۾ اڳوڻي بادشاهه ظاهر شاهه طرفان لويا جرڳو ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ وري به ڪرزئيءَ کي ٻن سالن لاءِ صدر چونڊيو ويو اهي ٻئي سال ڪرزئيءَ لاءِ وڏا صبر آزما ۽ ڪڙي امتحان جا هئا. هڪ پيرو ته مٿس جاني حملو به ٿيو 2002ع جي پڇاڙي وارن مهينن ۾ ملڪ کي مزوئي ٿورو گهڻو استحڪام مليو پر شدت پسندن جا حملا جاري رهيا ۽ طالبان هڪ ٻن ضلعن تي قبضو به ڪري ورتو آگسٽ 2003ع ۾ نيٽو ڪابل واري ايراضيءَ ۾ نئون بين الاقوامي سيڪيورٽي فورس قائم ڪري ورتو جنوري 2004ع ۾ نئون آئين لويا جرڳي وسيلي بڻايو ويو، جنهن ۾ صدر جي اختيارن ۾ ڪافي اضافو ڪيو ويو ۽ اقليتن کي حق ڏنا ويا. 2004ع جي شروعاتي مهينن ۾ آمريڪا ۽ نيٽو جي ملڪن اعلان ڪيو ته اهي افغانستان ۾ فوجي طاقت وڌائي طالبان ۽ القاعده خلاف وڏو آپريشن ڪندا. 2005ع ۾ 9000 فوجي افغانستان ۾ نيٽو جي ملڪن موڪليا. طالبان ۽ سندن واسطيدار قوتن تي زبرا حملا ڪيا ويا. ماڻهن جي وڏي تعداد کي آمريڪا جي جيل گوانتانامو ۾ موڪلي مٿن تشدد ڪيو ويو. آمريڪي ساڪ دنيا ۾ متاثر ٿي. 2005ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ صوبائي ۽ مرڪزي چونڊيون رٿيون ويون. انهن چونڊن لاءِ بين الاقوامي راءِ عامہ اها جڙي ته اهي وڏو فراڊ هيون. انهن چونڊن ۾ پهريون دفعو مرڪز توڙي صوبي ۾ عورتون ميمبرن طور چونڊجي آيون. افغانستان جي پاڪستان سان ڇڪتاڻ 2006ع کان شروع ٿي وئي، جو افغانستان الزام هنيو ته افغان بارڊر سان لڳ افغانين جي ڪيمپن ۾ رهندڙ مهاجر افغانستان جو امن تباهه ڪري رهيا آهن. جن کي بقول سندن هٿيار پاڪستان ڏئي ٿو. صدر ڪرزئي اهو به الزام هنيو ته پاڪستان جا ڪجهه اڳواڻ ۽ ادارا القاعده سان مليل آهن. 2007ع ۾ پاڪستان، افغانستان سان ملندڙ سرحدون بند ڪري ڇڏيون. ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جا آثار وڌي ويا. جو ته افغانستان نيون سرحدون مڃڻ لاءِ تيار نه هو. مئي 2007ع ۾ نيٽو فورسز طالبان جي ڪمانڊر ملا داد الله کي ماري وڌو ته طالبان جبلن تي چڙهي ويا ۽ نيٽو فورسز جي خلاف گوريلا جنگ باقاعدي شروع ڪئي وئي. انهيءَ جو اثر پاڪستان تي ٿيو. جو هتي به خودڪش حملا شروع ٿي ويا. جيڪي اڃا جاري آهن. آمريڪي ۽ انهن جا اتحادي تاحال افغانستان ۾ آهن.

**افڪارِ نو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب "مسرور" ڪيفيءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ مختلف شاعرن جي شاعري شامل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 100 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڇاپيل آهي. مڪتبہ فروغ ادب اُن جو ڇاپو پهريون، ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1961ع ۾ ڇپايو

**افلاس** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حسن علي لعل محمد سومري جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 48 آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1934ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1938ع ۾ ڇپيو

**افلاطون** (Plato): يوناني فيلسوف، جنهن حڪمت الاهيءَ جو بنياد وڌو، جيڪو اڄ به دنيا جي وڏن اثرن رسوخ وارن مفڪرن ۾ شمار ٿئي ٿو.

هيءَ ايٿينس جي هڪ اشراف گهراڻي ۾ 472 ق. م ۾ ڄائو ۽ سقراط کان تعليم حاصل ڪيائين. سندس بنيادي تصنيفن ۾ سقراط جي فلسفي جي ئي ترجماني ڪيل آهي. افلاطون جو فلسفو "مڪالمات" جي شڪل ۾ بيان ٿيل آهي، جيڪو اسلوب بيان، فڪر ۽ نظر جي گهرائيءَ ۽ وسيع خيالن جي لحاظ کان عالمي ادب جو شاهڪار تسليم ڪيو وڃي ٿو. سندس انهيءَ ڪتاب ۾ جمهوريت، قانون، تنقيد، سوفسطائيت سميت 18 موضوعن تي بحث ڪيل آهي. "عوامي راڄ" (Republic)، افلاطون جو مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ هڪ مثالي حڪومت جو نقشو سامهون رکي، انصاف جو عملي خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. هن ئي ڪتاب ۾ هن شاعرن کي پنهنجي مثالي رياست مان نيڪالي ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي ۽ ان سلسلي جو بحث ادبي تنقيد جي زمري ۾

اچي ٿو. افلاطون، ايٿنس ۾ هڪ "اڪيڊميءَ" جو بنياد به رکيو. سندس فلسفي موجب علم صحيح، دائمي ۽ غيرمتبادل هوندو آهي. هن "روح عالم" جو تصور به ڏنو، ۽ اهڙيءَ طرح مادي ڪائنات جي خالق کي تسليم ڪيو آهي. هيءُ روح عقليءَ کي غيرقانوني سمجهندو هو. سندس فلسفي موجب، "خير" جا بنيادي جزا چار آهن: عدل، اعتدال، شجاعت ۽ حڪمت. هن وٽ بدنظمي سراسر فساد آهي. هو نظم ۽ ترتيب کي مثالي رياست قرار ڏئي ٿو. جتي جو حاڪم فلسفي پڻ هجي. ادب ۽ فن جي باري ۾ افلاطون جو نظريو اهو هو ته مثالي حسن سان محبت، انسان کي "عين خير" تائين پهچائي ٿي. تنهن هوندي به هو پنهنجي مثالي رياست مان شاعرن کي نيڪالي ڏيڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. وٽس فقط مادي دنيا جو تصور ٺڪرايل آهي. هيءُ فيلسوف 347 ق. م ۾ گذاري ويو.

فلسفي جي دنيا ۾ افلاطون انتهائي همه گير شخصيت جو مالڪ آهي. هو فلسفي جي تاريخ ۾ پنهنجي آدرشن جو نظريو (Theory of Ideas) جي ڪري مشهور آهي. ان کان سواءِ روح جي لافاني هجڻ، تخليق ڪائنات جي مخصوص نظريي، علم يا ڄاڻ بحيثيت يادگيريءَ جي، وغيره، سندس اهڙا نظريا آهن، جيڪي کيس هميشه لاءِ فلسفي ۾ زنده رکندا اچن ٿا.



جيستائين افلاطون جي پنهنجي فڪر جو تعلق آهي ته ان تي سندس پيشرو فيلسوفن جهڙوڪ: پٿاگورس، پارمينائڊس، هيراقليطس ۽ سقراط جا واضح اثر نظر اچن ٿا. پٿاگورس وٽان هن مذهبي رجحان، خاص ڪري لاقانونيت ۽ ٻيءَ دنيا جا تصور ورتا. اهڙيءَ طرح حقيقت کي ابدي ۽ وقت کان مٿي ڄاڻڻ جو نظريو، هن پارمينائڊس کان پرايو. هيراقليطس جي نظريي جو مٿس وڏو اثر ٿيو. جنهن مطابق حسياتي دنيا ۾ ڪابه شيءِ مستقل ۽ دائمي نه هئي. سقراط کان هن اخلاقيات جو اعليٰ درس پرايو ۽ ان کي ئي پيش ڪيائين.

افلاطون جي "نظريہ اعيان" موجب هيءَ دنيا ٻيءَ اصلي دنيا جو نقل يا نظير آهي. هر شيءِ جو عين مطابق عالم بالا يا عالم مثال ۾ موجود آهي، جيڪو غيرمتبادل ۽ لافاني آهي. هن دنيا ۾ انهن شين جا صرف عڪس يا اولڙا آهن. ان جو مثال ڏيندي چوي ٿو ته اسان جيڪا ڪاٺ جي ميز ڏسون ٿا، ان ۾ هڪڙي ته اها ڪاٺ واري ٺهيل ميز آهي، پر ان جي پٺيان ميز جو هڪ اهڙو آفاقي تصور (universal idea) آهي، جنهن سان اها ڪاٺيءَ واري ميز مطابقت رکي ٿي. هن جو چوڻ آهي ته اهو تصور ئي دراصل لافاني آهي، باقي ڪاٺ واري ميز ته فاني آهي.

اهڙيءَ ريت افلاطون جو نظام فلسفي جي دنيا ۾ پهريون جامع عينيت پسند ۽ تصوراتي يا آدرشي فڪر (Idealism) آهي. هن جي خيال ۾ هن دنيا جون طبعي شيون غيرحقيقي يا نقل آهن ۽ ان جي مقابلي ۾ اعيان، دائمي ۽ آدرشي آهن. خدا ۽ خير جو تصور ٻين سڀني تصورات جو جڙ ته نقطهٔ ڪمال آهي.

بهرحال، افلاطون فلسفي جي دنيا ۾ ماديت پسند (Materialism) فلسفي جي مقابلي ۾ آدرشيت يا عينيت (Idealism) جو وڏي ۾ وڏو نمائندو آهي. افلاطون جي مستقل تصنيف سندس مڪالمات (Dialogues) آهن، جيڪي ڪيترن عنوانن تي مشتمل آهن. مشهور فلسفي ارسطو سندس شاگرد هو.

**افلاطون**[2] (ڪتاب): هن ناليءَ سان هڪ ڪتاب پيسومل آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 90 آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو پهريون، ينگ مئن ڊراميٽڪ ڪلب حيدرآباد، سن 1928ع ۾ ڇپايو.

**اقبال احمد انصاري، ڊاڪٽر:** ناميارو تعليمي ماهر ۽ استاد ڊاڪٽر اقبال احمد انصاري، 9 سيپٽمبر 1942ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. 1958ع ۾ سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1962ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪيمسٽري شعبي ۾ بي. ايس سي ۽ 1964ع ۾ ايم. ايس سي ڪرڻ بعد، ساڳئي ئي شعبي مان 1964ع ۾ ڊپلوما جي ڊگري پڻ حاصل ڪيائين. 1964ع ۾ مهراڻ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ۽ 1970ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. هن پڙهائڻ دوران 1977ع ۾ برطانيا جي اسٽراٿ ڪلائيڊ يونيورسٽي گلاسڪو (Stratheyde. Glasgow U.K) مان اينالٽيڪل ڪيمسٽريءَ ۾ پي. ايڇ ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي.

سندس 20 کان وڌيڪ تحقيقي مقالا ڇپجي چڪا آهن. پاڻ ڪيترين ئي ڏيهي توڙي پرڏيهي ڪانفرنس ۽ ورڪشاپن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. ان کان سواءِ گومل يونيورسٽيءَ جي ٽين قومي ڪانفرنس، قائداعظم يونيورسٽيءَ اسلام آباد جي پنجين قومي ڪانفرنس ۽ بلوچستان يونيورسٽيءَ جي ستين قومي ڪانفرنس سميت مختلف سيمينارن ۽ سمپوزيمن ۾ سندس 25 کان وڌيڪ مقالا پڙهيا ويا آهن.

ڊاڪٽرصاحب، سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جو صدر، اسريٰ يونيورسٽيءَ جي سليڪشن بورڊ جو صدر، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ بورڊ آف گورنرس، اڪيڊمڪ ڪائونسل ۽ سينيٽ جو ميمبر، پاڪستان ائٽامڪ ڪميشن جو ميمبر ۽ ٻين ادارن سان پڻ وابسته آهي. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪيمسٽري شعبي جي ڊائريڪٽر جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**اقبال پرئڪٽيڪل فار لئنگئيجز** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اقبال بن صديق قريشيءَ جو لکيل آهي، جيڪو چئن ٻولين جي لغت يا "چئوواڻيو" چئي سگهجي ٿو. هن ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. اُن جو ڇاپو پهريون، اقبال بوڪ ڊيپو، حيدرآباد سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**اقبال رند:** ائڊووڪيٽ ۽ نوجوان شاعر اقبال رند، تعلقي ڪوٽ غلام محمد ضلعي ميرپورخاص جي ويجهو 'لانڊي' ڳوٺ ۾ 1970ع ڌاري، تر جي مشهور پرائمري استاد ۽ قومي ڪارڪن محمد جمن رند جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڪوٽ غلام محمد مان حاصل ڪري، 1986ع ۾ گورنمينٽ شاهه عبداللطيف ڪاليج ميرپورخاص مان انٽرپاس ڪيائين. ايم. اي سنڌي ۽ ايل. ايل. بي به ڪيل اٿس. 1990ع کان شاعري ڪيائين. غزل ۽ وائيءَ جي صنف ۾ نئين ٽهيءَ جي



شاعرن ۾ سٺو مقام رکي ٿو هن وقت سيشن ڪورٽ، ڪوٽ غلام محمد ۽ ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي. سندس شاعري جو مجموعو "خوشبوءِ جي تنهائي" (2005) ۾ ڇپيل آهي. هو هن وقت ميرپورخاص ۾ رهي ٿو.



**اقبال شينو**: ناليوارو شاعر ۽ ٻارن جو ليکڪ اقبال شينو 26 جون 1953ع تي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما ڪئي اٿس ۽ هن وقت هاءِ وي ۾ سب انجنيئر آهي. هو سٺو شاعر آهي. سندس شاعري ڪيترن ئي ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندي رهي آهي. ٻارن لاءِ شاعري جو لکيل ڪتاب "جهرڙا گل گلاب جا" 1986ع ۾ ڇپيو. ان کان سواءِ ڪجهه ڪتاب وٽس اڻ ڇپيل صورت ۾ پيل آهن. هو هن وقت سوناري پاڙي، دادو شهر ۾ رهي ٿو.

**اقبال، علامه، ڊاڪٽر**: شاعر مشرق علامه ڊاڪٽر محمد اقبال سيالڪوٽ ۾ 9 نومبر 1877ع ۾ پيدا ٿيو. هن جو تعلق ڪشميري برهمڻ خاندان سان هو. جيڪو خاندان سوا ٻه سئو سال پهرين اسلام قبول ڪري چڪو هو ۽ ڪشمير مان لڏي سيالڪوٽ ۾ اچي آباد ٿيو. سندس والد جو نالو شيخ



نور محمد ۽ والده جو نالو امام بيبي هو. ننڍڙي اقبال کي ابتدائي تعليم لاءِ مڪتب ۾ ويهاريو ويو ۽ بعد ۾ 1883ع ۾ اسڪاچ مشن هائي اسڪول ۾ داخل ٿيو جتي کيس عربي ۽ فارسي علمن جي تعليم لاءِ سيد مير حسن جهڙو استاد ۽ رهبر مليو. 1899ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان فلسفي ۾ ايم. اي ڪيائين ۽ ڪجهه عرصو اورنٽيئل ڪاليج ۽ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ (1903ع 1905ع) فلسفي ۽ تاريخ جو استاد رهيو. "علم الاقتصاد" سندس انهيءَ دور جي تصنيف آهي. 1905ع ۾ بئريسٽري لاءِ انگلينڊ ويو. سيپٽمبر 1905ع ۾ ٽرنٽي ڪاليج ڪيمبرج ۾ داخل ٿيو ۽ جولاءِ 1907ع ۾ گريجوئيشن ڪيائين. 12 آگسٽ 1907ع تي جرمن جي سومونڪ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتائين ۽ اتان ادب ۾ ڊي. لٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين.

علامه اقبال جولاءِ 1908ع ۾ بئريسٽريءَ جو امتحان پاس ڪيو. ڪجهه مهينا يونيورسٽي ڪاليج لنڊن ۾ پروفيسر آرنلڊ جي وڃڻ ڪانپوءِ ان جي جڳهه تي عربيءَ جو استاد مقرر ٿيو. پوءِ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ فلسفي جو اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو ۽ 1913ع تائين اها خدمت سرانجام ڏنائين. 1922ع ۾ حڪومت برطانيا سندس ادبي خدمتن جي سلسلي ۾ کيس "سر" جو خطاب ڏنو 1928ع ۾ مدراس حيدرآباد ۽ علي ڳڙهه ۾ ليڪچر ڏنائين ۽ 27 سيپٽمبر 1931ع ۾ ٻي گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ لنڊن ويو. لنڊن ۾ قيام دوران مختلف انجمنن ۽ تقريبن ۾ شرڪت ڪرڻ کان سواءِ اسلامي ملڪن جي معزز شخصيتن سان ملاقاتون ڪيائين. ٽين گول ميز ڪانفرنس ۾ ارسٽو ٽولين سوسائٽيءَ جي اهتمام هيٺ لنڊن ۾ "ڪيا مذهب ڪا امڪان هي" جي موضوع تي تقرير ڪيائين. ٽن هفتن ڪانپوءِ اسپين جي سياحت لاءِ روانو ٿيو ۽ انهيءَ سياحت دوران ڪجهه اردو نظم لکيائين. جن ۾ مشهور نظم "مسجد قرطبه" به شامل آهي. 26 جنوري 1933ع تي اسپين مان واپسيءَ وقت پيرس پهتو ۽ 1933ع جي آخر ۾ افغانستان جو دورو ڪيائين. علامه صاحب 1935ع ۾ پنهنجي گهرواريءَ جي انتقال ڪانپوءِ بيمار رهڻ لڳو انهيءَ ڪري وڪالت به ڇڏي ڏنائين. ڀوپال جي نواب سندس اها حالت ڏسي هن لاءِ 500 رپيا ماهوار وظيفو مقرر ڪيو سندس هيٺيون تصنيفون (1) علم الاقتصاد (1903)، (2) تشڪيل جديد الاهيات اسلاميه، (3) ايران مابعد الطبيعيات ڪا ارتقا، (4)- اسرار خودي (فارسي)، (5)- رموز بيخودي (فارسي)، (6)- پيام مشرق (فارسي)، (7)- بانگ درا (اردو)، (8)- زبور عجم (فارسي)، (9)- جاويد نامه (فارسي)، (10)- بال جبريل (اردو)، (11)- ضرب ڪليم (اردو)، (12)- پس چه بايد ڪرد، (13)- اي اقوام شرق، (14)- ارمغان حجاز (فارسي)، (15)- آئينهٔ عجم (فارسي شاعرن جو انتخاب)، ڪانسواءِ علامه صاحب درسي ڪتاب به لکيا، اقبال جي استادن ۾ شڪارپور تعلقي جو علامه علي محمد ڪاڪيپوٽو به شامل هو. جنهن کيس فلسفي ۽ منتق جي تعليم ڏني.

علامه اقبال 21 اپريل 1938ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ کيس بادشاهي مسجد لاهور جي دروازي ويجهو دفن ڪيو ويو. علامه صاحب جي مثنوين جو منظوم سنڌي ترجمو لطف الله بدوي ڪيو آهي.

**اقتدار جي پُرامن موٽ** (ڪتاب): ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 23 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. محڪمه اطلاعات ۽ فلم، حڪومت پاڪستان، سال 1970ع ۾ شايع ڪيو.

**اقتصاديات پاڪستان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عبدالحسين ميمڻ ۽ ايچ. آر. ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ صفحا 515 آهن ۽ قيمت ساڍا 7 رپيا ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو ٽيون، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد سال 1968ع ۾ شايع ڪيو.

**اقتصاديات جا ابتدائي اصول** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب جميل احمد پتي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ صفحا 180 آهن. اُن جو ڇاپو پهريون، مڪتبه عندليب حيدرآباد، سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**اقتصاديات جا ابتدائي اصول**[2] (ڪتاب): ساڳي نالي سان هيءُ ڪتاب محمد حسين ترڪ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ صفحا 172 آهن ۽ قيمت 2 رپيا 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون، ايجوڪيشنل بوڪ ڊيپو، سنڌ يونيورسٽي پريس، حيدرآباد مان سال 1957ع مان ڇپائي شايع ڪيو.

**اقتصادي انصاف**(ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم غلام رضا پتو آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 272 آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سال 1962ع ۾ شايع ڪيو.

**اقتصادي ترقيءَ جا رستا - آمريڪي تجربو**(ڪتاب): هيءُ ڪتاب سومار علي سومري جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ صفحا 218 آهن. قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1965ع ۾ شايع ڪيو.

**اقليت**: بين الاقوامي قانون جي اصطلاح ۾ اهڙو فرقو، جيڪو خاص ثقافت ۽ انفرادي مسلڪ سان واسطو رکندڙ هجي، ۽ اهڙيءَ رياست ۾ هجي، جتي مختلف ثقافتي جماعتن جي اڪثريت هجي.

مذهبي اقليتن جو وجود ابتدا کان هليو اچي، ليڪن 19 صديءَ ۾ قومپرستيءَ جي زور سبب يورپ ۾ نسلي امتياز جو مسئلو هنگامه خيز صورت اختيار ڪري ويو قومپرستيءَ جي جذبي هيٺ بعضي اقليتن کي سخت تڪليفون ڏنيون ويون آهن.

پاڪستان جيئن ته هڪ اسلامي ملڪ آهي، تنهنڪري هتي ٻين مذهبن جهڙوڪ هندو، پارسي، سک، عيسائي ۽ احمدي وغيره کي اقليت سڏيو ويندو آهي. اسلام ۾ اقليتن سان فياضيءَ، رواداريءَ ۽ عدل واري سلوڪ جو حڪم ڏنو ويو آهي، تنهن ڪري، قائداعظم به پنهنجن خطابن ۾ اقليتن جي حقن ۽

مفادن جو تحفظ ڪرڻ جو بار بار ذڪر ڪيو آهي. 1973ع جي آئين ۾ به اقليتن متعلق هڪ پٺرا موجود آهي.

حڪومت پاڪستان اقليتن لاءِ هڪ فلاحي فنڊ قائم ڪري رکيو آهي، جنهن مان غريب ۽ مستحق اقليتن جي مالي امداد ڪئي ويندي آهي. مرڪزي سطح تي اقليتن لاءِ باقاعدي وزارت آهي. جيڪا اقليتن جي حقن ۽ ضرورتن لاءِ جامع منصوبا جوڙيندي آهي.

سنڌ ۾ رهندڙ اقليتن ۾ هندو، عيسائي، احمدي، پارسي، سک ۽ ٻين مذهبن جا اندازاً 20 لک ماڻهو آباد آهن. سنڌ تہ جيئن صوفين جي اثر هيٺ رهي آهي ان ڪري هتي مذهبي رواداري مثالي آهي ۽ اقليتن سان تعلقات سماجي توڙي ٻين حوالن سان تمام بهتر آهن.

**اقليدس**: يونان ۾ دنيا جا ڪيترائي وڏا سائنسدان، ڏاها ۽ مختلف علمن جا ماهر پيدا ٿيا. اقليدس بہ انهن مان هڪ هو. ڪيس "رياضيءَ جو ابو" ڪوٺيو ويندو آهي. هو ٽي يا ساڍا ٽي سؤ سال ق. م يونان ۾ پيدا ٿيو. جاميٽريءَ تي تمام گهڻو ڪم ڪيائين. سندس ستن مقالن جو ڪتاب ايليمينٽس (Elements)، جاميٽريءَ تي قديم ترين ۽ مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ نقطي (ٻڙيءَ) بابت بحث ڪيل آهي.

**اقوال دانش** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حبيب الله مولابخش ڀُٽي جو لکيل آهي، جنهن جو موضوع قائداعظم جا قول آهن. رايل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 100 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، محڪمہ اطلاعات، مغربي پاڪستان، حيدرآباد. گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ مان سال 1958ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اقوال رسول صلي الله عليہ وسلم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪريم ڏني راڄپر جو لکيل آهي، جنهن ۾ نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جا قول شامل آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ 87 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، مطبوعہ ماهنامہ "نئين ڪيتي" حيدرآباد، سال 1957ع ۾ شايع ڪيو.

**اقوام متحده**: اقوام متحده دنيا جي قومن جو گڏيل ادارو آهي، جيڪو 24 آڪٽوبر 1945ع تي وجود ۾ آيو. پهرين مهاڀاري لڙائي 1918ع ۾ ختم ٿي تہ ان وقت دنيا جي ملڪن گڏجي 1920ع ۾ "ليگ آف نيشنز" جو بنياد وڌو پر



ڪيترن ئي سببن ڪري اهو ادارو ناڪام ويو. 1939ع ۾ مهاڀاري لڙائي شروع ٿي، جنهن ۾ دنيا جي اڪثر ملڪن حصو ورتو. ان لڙائيءَ ۾ جپان جي ٻن شهرن ناگاساڪي ۽ هيروشيما تي آمريڪي ائٽم بمن سان حملو ٿيو جنهن ۾ لکين انسان گهڙيءَ پل ۾ اجل جو شڪار ٿي ويا، ڪيترائي معذور ۽ زخمي ٿيا ۽ ڌرتيءَ جا موجود فصل ۽ معدني ذخيرا تباهہ ٿيا. ان لڙائيءَ ۾ لکين انسان مُئا. اندازي کان ٻاهر مالي نقصان ٿيو ٻي گهرن جو تعداد حد کان وڌي ويو ملڪن جي معاشي حالت برباد ٿي وئي. لڙائيءَ دوران دنيا جي قومن جي ڪنهن گڏيل معتبر اداري لاءِ ڪوششون شروع ٿيون. آخر 1945ع ۾ "يونائيٽيڊ نيشنز آرگنائيزيشن" (UNO) جو مشهور ۽ معروف ادارو وجود ۾ آيو جنهن جي




منشور تي 24 آڪٽوبر 1945ع تي دنيا جي پنجاهہ ملڪن صحيحون ڪيون. UNO يا اقوام متحده جا خاص مقصد هي آهن: دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ. هر قوم کي حق وٺي ڏيڻ ۽ انهن جو تحفظ ڪرڻ. عام ماڻهن کي هڪ جيترا حق وٺي ڏيڻ. قومن جي وچ ۾ دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ. بين الاقوامي، معاشي، سماجي، ثقافتي ۽ تاريخي تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ ۽ انساني حقن جو تحفظ ڪرڻ.

چين، فرانس، برطانيا، آمريڪا ۽ روس هن اداري جا پنج مستقل رڪن آهن. ڏهہ غير مستقل رڪن جنرل اسيمبلي چونڊيندي آهي، جن جي رڪنيت فقط بہ سال هوندي آهي. هن وقت اقوام متحده سيڪريٽري جنرل بان ڪي مون آهي، جڏهن تہ ميمبر ملڪن جو تعداد 152 آهي. پاڪستان بہ انهن ۾ شامل آهي.

**آڪُ**: هي ٻاٽمرادو ڦٽندڙ ٻوٽو آهي، جيڪو سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيندو آهي. جنهن جا پن پان وانگر ويڪرا ٿيندا آهن. غيرآباد زمين ۾ اڪ جو ٻوٽو ڪثرت سان ڦٽي ٿو اڪ جون ڪاٺيون ٻارڻ جو ڪم ڏينديون آهن. اڪ جو ٻج اڇي رنگ



جي چمڪندر ڦلڙين سان ويڙهيل هوندو آهي. اُن جون اُهي ڦلڙيون وهاڻن ۾ ڪجهہ طور ڪم آڻيندا آهن. خاص ڪري هيءُ ٻوٽو ٿر ۾ بيحد ڪارائتو آهي. هيءُ نرم زمين ۾ جام اُپري ٿو ۽ گهاٽو ٿئي ٿو هن جي پنن کي ٿري پُڙا چون ٿا. اڪ جي گلن کي ٿري "ڦليا" سڏين ٿا ۽ باقي سنڌ ۾ "ڦلڙيون" چئبو آهي. شيخ اياز جي هڪ شعري مجموعي جو نالو "اڪن نيرا ڦليا" آهي.

اڪ سڄي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ عام جام ٿئي ٿو هيءُ ٻوٽو مئي ۽ جون مهيني ۾ بہ سائو هوندو آهي. ان جو پن يا ٽاري توڙڻ سان اڇو کير وهندو آهي. اهو کير، ان جا پن، گل ۽ پاڙ دوا طور ڪتب ايندا آهن. هن ٻوٽي کي ساڙي ان جي رک مان يوناني دوائون ناهيون وينديون آهن. عام عقيدو آهي تہ پراڻو ڏڌ، هڪ ئي پيرو اڪ جو کير ملڻ سان ٺيڪ ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ٺيڪ نہ ٿئي تہ ڪجهہ ڏينهن ڇڏي ٻيو پيرو بہ مکجي. سنڌ ۾ اڪ جي کير مان ناس بہ ناهي ويندي آهي، جيڪا مٽي جي سور ۽ بند زڪام لاءِ ڪم ايندي آهي.

حڪيم هن ٻوٽي کي ڪيترين ئي بيمارين جي دوائن تيار ڪرڻ ۾ ڪم آڻيندا آهن.

**اڪ جو تيل:** حڪيم اڪ جي پنن کي ترن جي تيل ۾ ساڙي، پوءِ ان تيل کي صاف ڪري سنڌن جي سور، چيلهه جي سور ۽ عرق النساءَ جي سور لاءِ رکندا آهن ۽ فائديمند سمجهيو وڃي ٿو.

مال وارا ماڻهو پنهنجن وٿاڻن ۾ اَڪ جو دونهون ڪندا آهن. جنهن سان سندن خيال ۾ مال کي تڏ يا ڪاري واءِ جهڙين بيمارين نہ ٿيندون آهن. اڪ جون ڦلڙيون نانگ جي چڪ يا ڪنهن بہ زهريلي جيت يا هيٺ ڏنگ جو علاج بہ سمجهيون وڃن ٿيون. ڏڪ لڳي تہ اڪ جا پن باھ تي گرم ڪري ٻڌبا تہ سور گهٽي قدر هٽي ويندو.

اڪ جي ڪاٺيءَ جو رنگ اڇو ديال جي ڪاٺيءَ جهڙو ٿيندو آهي. جنهن مان ايسون، مهي ولوڙڻ جا مڪڙا، ۽ جاءِ جون پٽيون تمام سٺيون ٺهن ٿيون. سواءِ اُٺ جي ٻيو هر مال اڪ جا پن چاهه سان چرندو آهي. ٻڪريءَ جي اڳيان سائو گاهه رکجي، پر جي اڪ بيٺل هوندو تہ ٻڪري اهو گاهه ڇڏي وڃي اڪ چرندي.

ترجا مارو ماڻهو اڪ جي ڪاٺيءَ مان تند يعني آڪارو ڪڍي، اُن مان واڻ، مهارون ۽ رسا ٺاهيندا آهن. جيڪي ڪپهه کان سؤ ڀيرا وڌيڪ مضبوط ٿيندا آهن. اڪ مان ٻيا بہ انيڪ فائدا آهن: اڪ جو رس چمڙي رڱڻ جي بہ ڪم اچي ٿو. ڦلاريل ڦٽڪي اڪ جي کير ۾ ڪٽي هلڪي باھ ٻاري گرم ڪجي تہ ڦٽڪي ڦلوٽي ويندي، جنهن کي ڪٽي ڪپڙي سان ڇاڻي روزانو ڏندڻ ڪندا آهن. ڪنهن سنڌ يا هڏي ۾ سور هجي تہ اڪ جي کير ۾ ڪپهه پُسائي ٻهو ڪري رکندا آهن ۽ اهو عمل 2 کان 3 ڏينهن لاڳيتو ڪرڻ سان سور ڇڏي ويندو آهي. اڇي ڪاغذ تي اڪ جي کير سان اکر لکي سڪائي پوءِ ٽانڊن تي ان پني کي ٿورو گرم ڪرڻ سان اکر صاف ڏسڻ ۾ ايندا. مال کي داغ يا نشان ڪرڻو هجي تہ اڪ جي کير سان داغ ٺاهي، بہ ٽي ڏينهن اُن تي اڪ جو کير لاڳيتو هڻڻ سان اهو تمام چٽو ٿي ويندو.

هن ٻوٽي جي ڪاٺي جيتوڻيڪ سخت يا مضبوط ناهي، پر تڏهن بہ ڪمائتي آهي. اها ٻارڻ کان سواءِ ڇَنَن اڏڻ ۾ لڙهن طور پڻ ڪتب اچي ٿي. اَڪُ ٻڪرين جو خاص کاڌو آهي، جنهن کي کائڻ سان ٻڪريءَ ۾ کير وڌندو آهي. اڪ جون ڪاٺيون سُڪائي، انهن مان آڪارو ڪڍيو ويندو آهي. آڪاري مان ٺهيل ڪانپاٽيون مضبوط ٿينديون آهن. مشهور راڳي موهن ڀڳت جو يڪتارو هڪ جهوني اڪ جي پاڙ مان ٺهيل هو. قديم دور ۾ سنڌ اندر اڪ جي تاندورن مان ڪپڙو پڻ ٺهندو هو جنهن کي پڻ آڪارو سڏبو هو.

**اڪادمي ادبيات پاڪستان:** پاڪستاني ٻولين جي ادب جي ترقيءَ، اديبن ۽ شاعرن جي مدد ۽ ڀلائيءَ لاءِ 1976ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي هڪ ٺهراءَ ذريعي، هيءَ ادارو وجود ۾ آيو هيءَ ادارو، وفاقي وزارت تعليم جي هٿ هيٺ ڪم ڪندو آهي. هن جي مرڪزي آفيس اسلام آباد ۾ آهي ۽ ڪراچي، لاهور، پشاور ۽ ڪوئيٽا ۾ هن جون صوبائي شاخون ڪم ڪري رهيون آهن. هن اداري جو پهريون پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مشهور اردو شاعر جناب احمد فراز هو، بعد ۾ هي عهدو "چيئرمئن" جي نالي ۾ تبديل ڪيو ويو. پهريون چيئرمئن جنرل شفيق الرحمان هو ان کان پوءِ پروفيسر پريشان خٽڪ، محترم احمد فراز، محترم غلام رباني آگرو، محترم فخر زمان ۽ محترم نذير ناجي ۽ افتخار عارف نمبر وار چيئرمئن ٿيا. هن وقت جناب فخر الزمان ٻيهر چيئرمئن ٿيو آهي. اڪادميءَ جي ٽہ ماهي رسالي "ادبيات" جي ذريعي سيني پاڪستاني ٻولين. اردو، سنڌيءَ، پنجابيءَ، پشتو بلوچيءَ، سرائڪيءَ ۽ ڪشميريءَ وغيره جون نہ فقط جديد ۽ ڪلاسيڪل تخليقون شايع ڪيون وڃن ٿيون. پر انهن ٻولين جي لسانياتي مسئلن تي تحقيقي مقالا پڻ پيش ڪيا وڃن ٿا. اڪادميءَ طرفان هيستائين 150 کان مٿي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. اڪادميءَ طرفان وقت بہ وقت اهل قلم ڪانفرنسون بہ ٿينديون رهن ٿيون. اڪادمي ملڪ جي بهترين ۽ پهريون دفعو ڇپجي آيل ڪتابن تي انعام پڻ ڏيندي آهي. بهترين سنڌي ڪتاب ۽ شاهه لطيف تي بهترين ڪتاب لاءِ ڌار ڌار انعام رکيل آهن. هن اداري پاران ٻين صوبن جي علمي ادبي ادارن سان گڏ سنڌ ۾ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ ۽ ٻين ادارن کي مالي مدد ڏني ويندي آهي.




**اڪارڊين:** اٽڪل اڍ صدي اڳ يورپ آيو آهي. هارمونيم جهڙو ٿئي. پر هن جي ڌوڻ هيٺي ٽيٺي ٿئي. هن جو آواز مرلي ۽ هارمونيم جي ميلاپ جهڙو لڳي. وڌيڪ سبڪ ۽ سريلو آهي. ڳچي ۾ وجهي بيهي وڄائبو آهي. هي ساز گهٽ ڪري سازيني ۾ وڃي. پر ڪي ڳائڻ وارا هن ساز سان سنگت بہ ڪن.



**اڪال اُستت** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف آوتسنگهه مهتاب سنگهه آڏواڻي آهي. هيءَ ڪرائون سائيز جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ صفحا 168 آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. هيءَ ڪتاب چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1933ع ۾ ڇپيو.

**اڪال پونگو مندر:** هي پراڻو مندر ڪراچيءَ ۾ راسپينسر اکين واري اسپتال جي سامهون سيتل ڪمپائونڊ ۾ آهي. هن پوري علائقي کي ڪنهن وقت اڪال پونگو چيو ويندو هو. هي وڏو مندر هو پر خود هتان جي رهندڙ هندن جيڪي سيتل ڪمپائونڊ ۾ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. مندر کي ڊاهي هتي گهر اڏيا آهن ۽ مندر کي محدود ڪري هڪڙي ڪمري تائين ڪيو ويو آهي. هن مندر تائين پهچڻ ۾ سوڙهين گهٽين مان گذري وڃڻو پوي ٿو ۽ گهٽي علائقي تائين گهٽين جي فرش تي اڃا مندر جا خوبصورت ٽائلز لڳل آهن. هي مندر پنهنجي اڏاوت ڪري لي مارڪيٽ ۽ رنڇوڙ لائين کان نظر ايندو هو. سيتل پاڙي ۾ بہ ٻيا ننڍا مندر جيڪي ورهاڱي کان پوءِ ڊاهيا ويا آهن. انهن ۾ هڪ گڻيش ۽ ٻيو هڙمان (هنومان) مندر پڻ آهن.

**اڪالي** (ڪتاب): ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" موجب "ڪال" معنيٰ وقت، "اڪال" معنيٰ "لازمان " (Timeless) جي حوالي سان آهي. اهو ايشور جو هڪ صفاتي نالو آهي. ايشور جي نڪا آد نڪا انت آهي. تنهنڪري "اڪال" سڏجي ٿو جيڪو ماڻهو رڳو اڪال پرک کي مڃي ٿو، اهو ٿيو "اڪالي" ڪوٺجي ٿو.

"اڪالي" عام طرح "خالصا" سڏبا آهن. "خالصا" لفظ جو مطلب آهي اهڙي زمين جا نجي طرح سرڪار جي ملڪيت هجي ۽ جنهن تي ڪنهن به جاگيردار يا زميندار جو ڪو به حق نه لڳندو هجي." اڪالي پاڻ کي اڪال پرک (ايشور) جي خلاصي ملڪيت سمجهندا آهن ۽ مٿن ٻئي ڪنهن به ديوتا جو ڪو به حق ڪونه لڳي. اهو ئي سبب آهي جنهنڪري اڪالي "واهگروءِ جا خالصا" سڏبا آهن. حقيقت ڪري اڪالين جو ٻين خالصن کان ڌار فرقو آهي ۽ اهي "نهنگ" ڪوٺبا آهن. "نهنگ" (سنگ، سنسڪرت نهه سنگ) معنيٰ "جنهنجو ڪنهن سان به سنگ يا لاڳاپو نه هجي" اهي ڪل مرجاتا، لوڪ مرجاتا ۽ دنيا جا سڀ واسطا ڇڏي، پنهنجو تن، من ۽ ڌن گروءَ تان قربان ڪرڻ لاءِ هردم تيار هوندا آهن، تنهنڪري "نهنگ" ڪوٺبا آهن.

اڪالي يا خالصا گروءَ جا سک آهن. سک ڌرم جو بنياد گرو نانڪ صاحب وڌو هو جنهن 1469ع ۾ اوتار ڌريو هو. سنڌ ۾ سک ڌرم ڦهلائڻ لاءِ گرونانڪ صاحب ڪراچيءَ تائين به آيو هو ۽ هاٽوڪي رتن تلاءِ وٽ اچي رهيو هو. انهيءَ پوتر استان تي گرو صاحب جي دربار ٺهيل آهي. اورنگزيب بادشاهه جي وقت ۾ سندس مقرر ڪيل عملدار مسلمانن وٽان زڪوات ۽ غير مسلمانن وٽان جزيو (ڍل) اوڳاڙيندا هئا. گرو گوبند سنگهه جي حڪم پٽاندر سکن انهيءَ ڍل ڏيڻ کان نابري واري، ته ساڻن سختيون ٿيون، جي ڪجهه ڏينهن ساندهه هليون. سري گرو گوبند سنگهه پنهنجي وقت جون حالتون ڏسي، اڪال پنٿ جاري ڪيو سکن ۾ ڌرم جو انگ وڌايائين ۽ منجهن ملٽري مزاج اهڙو ڦوڪيائين جو پنجاب جي سکن جي ڪايا پلٽ ٿي پئي. اهڙا ته طاقتور ٿيا جو پنجاب جي مسلمان حاڪمن کان حڪومت کسي، پنهنجي بادشاهي برپا ڪيائون. جنهنڪري پوءِ مهاراجا رنجيت سنگهه پنجاب جو حاڪم ٿيو. اڄ به سک پنهنجي خاص مزاج سبب دنيا ۾ مشهور آهي. اڪال پنٿ ڦهلائڻ لاءِ گرو گوبند سنگهه پنهنجا پرچارڪ اتر سنڌ ۾ موڪليا هئا، جنهنڪري اتي لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي هر هڪ گهر مان هڪڙو نه ٻيو پاڻ کي "سنگهه" سڏائيندو آهي ۽ پوءِ پلي ته ڪيس ڌاري هجي يا نه.

خالصن جون پنج نشانيون آهن هڪ ڪيس (وار)، ٻيو ڪنگو، ٽيون ڪنگڻي، چوٿون ڪڇو ۽ پنجون ڪرپان. اهي سڀ لفظ "ڪ" اکر سان شروع ٿين ٿا.

**اڪبر اديب**: اصل نالو غلام اڪبر ولد غلام محمد منگي، پيدائش 4 فيبروري 1946ع، ضلعو جيڪب آباد، تعليم بي. اي آنس. سندس تصنيفون هيٺينءَ ريت آهن: 'روڳن جي مالها' (ڪهاڻيون) ۽ 'سنڌي ڪهاڻيون' هيءُ شاعر، نثر نويس، اسٽيج ڊرامن جو ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار آهي.

**اڪبر بادشاهه**: شهنشاهه جلال الدين محمد اڪبر، مغل سلطنت جو نيڪ نام بادشاهه، عمرڪوٽ سنڌ ۾ 15 آڪٽوبر 1542ع تي ڄائو هو. 1556ع ۾ والد جي وفات وقت هو پنهنجي استاد بيرم خان سان گڏ ڪلانور (ضلعي گورداسپور) ۾ هو. اتي ئي هن جي تخت نشينيءَ جون رسمون ادا ڪيون ويون. جلد ئي هن پاڻيپٽ جي ميدان ۾، هيمو بقال سان لڙائي ڪئي، جنهن ۾ فتح حاصل ڪيائين ۽ ان سان سندس سلطنت کي ايندڙ لوڏا، ڪجهه جهڪا ٿيا.

مغليه سلطنت جو بنياد بابر بادشاهه 1526ع ۾ وڌو. ۽ چئن سالن کان پوءِ هو وفات ڪري ويو. همايون 1530ع ۾ تخت تي ويٺو پر 1540ع ۾ شيرشاهه سوريءَ کان شڪست کاڌائين. شيرشاهه سوريءَ جي مرڻ کان پوءِ همايون، جڏهن وري تخت حاصل ڪيو ته هو به جلد ئي حادثي جو شڪار ٿي مري ويو.

جيستائين اڪبر 18 سالن جو نه ٿيو هو تيستائين بيرم خان ٺي سلطنت جو مختيار هو ۽ پوءِ جڏهن اڪبر واڳون سنڀاليون ته فتحن جو هڪ اڻ کٽ سلسلو شروع ٿي ويو راجپوتانا جي راجائن جي اڪثريت ازخود ٿي فرمانبردار ٿي وئي، ميواڙ جي راجا مقابلو ڪيو پر شڪست کاڌائين. راجا اُدي سنگهه ۽ سندس جاءِ نشين پرتاب به مقابلي کان پوءِ ماتحت ٿي ويا. مالوا، گجرات، خانديش، احمدآباد، گونڊوانا، بنگال، اُڙيا، ڪشمير، سنڌ، مطلب ته ڏکڻ ايشيا جي هڪ حصي کان سواءِ، ڪابل کان احمد نگر تائين، ۽ سنڌ کان بنگال تائين سمورو ملڪ مغلن جي اثر هيٺ اچي ويو.



اڪبر بادشاهه ملڪي ۽ فوجي انتظامن جي اصلاح ڪئي. زمينن جي معاملي ۾، شيرشاهه جي نظام کي بهتر بڻايائين. هن سلطنت جي انتظامي عهديدارن جا 33 درجا بنايا، جن ۾ سڀني کان ننڍو درجو ڏهن سپاهين جي آفيسر جو هو ۽ وڏو درجو ڏهن هزارن تائين هو پر اڪبر پنجن هزارن کان وڌيڪ درجي وارو عهدو، شهزادن کانسواءِ ٻيو ڪنهن کي به نه ڏنو سڀني کي روڪ پگهار ڏنو ويندو هو. هن ازبڪن ۽ پنهنجي ڀاءُ مرزا حڪيم جي بغاوتن کي به ڪچليو.

اڪبر، سموريءَ سلطنت کي 18 صوبن ۾ ورهايو ۽ هر صوبي ۾ هڪجهڙو نظام چالو ڪيو سندس دؤر ۾ علم ۽ فن جي تمام گهڻي ترقي ٿي. فيضي، ابوالفضل، تان سين، تلسي داس وغيره اڪبري دربار سان لاڳاپيل رهيا، جيڪي سندس "نون رتنن" مان هئا. هن جي دؤر ۾ 'اڪبر نامه'، 'آئين اڪبري'، 'طبقات اڪبري' ۽ 'منتخب التواريخ' وغيره جهڙا ڪتاب لکيا ويا. هن 'دين الاهي' نالي مذهب به شروع ڪيو جنهن ۾ مذهب ۽ ذات پات جي فرق کي ختم ڪيائين. ۽ مرڪزي بنياد توحيد تي رکيائين (تفصيل لاءِ ڏسو "دين الاهي").

جيتوڻيڪ هن باقاعدي تعليم حاصل ڪانه ڪئي، پر هو نهايت ڪامياب حڪمران ثابت ٿيو ان صورت ۾ اڪبر جو چاليهن سالن وارو دؤر مغل شهنشاهت جو عظيم الشان دؤر ثابت ٿيو.

"آئين اڪبري" ۽ "اڪبر نامه" مان، اڪبر جي شخصيت ۽ ڪارنامن کان سواءِ، سندس فڪر ۽ حڪمت تي، مفصل روشني پوي ٿي. ڊاڪٽر ايشوري پرشاد، اڪبر بادشاهه کي ان وقت جي دنيا ۽ يورپ جي همعصر حڪمرانن، خاص ڪري انگلنڊ جي راڻي ايلزبيٿ (1533 - 1603ع) ۽ اسپين جي فلپ ٻئين (1598-1527ع) سان ڀيٽ ڪرڻ کان پوءِ ڪيس تاريخ جو عظيم حڪمران سمجهي ٿو. هن 5 رجب 949 هه/ 16 آڪٽوبر 1605ع تي "آگري" ۾ وفات ڪئي.

سندس جنم واري هنڌ تي سيد هاشم شاهه ڪيجراڙيءَ واري پٿر هڻائي، ان تي پنهنجو نالو ۽ اڪبر بادشاهه جي جنم جو سال (1542ع) لکايو هو اهو پٿر عمرڪوٽ شهر کان هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف اڄ به موجود آهي.

**اڪبر بادشاهہ جي ڄمڻ جو هنڌ:** هيءَ هڪ ڇتي هئي جيڪا عمر ڪوٽ قلعي جي اتر ۾ هڪ ميل ڏور هئي. موجوده وقت اڪبر جي جنم واري هنڌ مٿان ٺهيل ڇتي ڪري پئي آهي. ڪجهه وقت اڳ، تائين صرف ٻہ ٿنڀا بيٺا هئا. اها ڇتي پڪين سرن ۽ مٽيءَ جي گاري سان ٺهيل هئي. سرن جي ماپ 3x6x12 انچ آهي. هڪ سنگ مرمر جي تختي اوچائي ۾ 15 انچ ۽ 19 انچ آهي. ان تي لکيل آهي تہ "هن هنڌ اڪبر بادشاهہ ڄائو سنہ 963هہ". جيئن تہ ڇتي ڊهي چڪي آهي پر حاڪم علي شاهہ بخاري



پنهنجي مضمون "اڪبر جي جاءِ پيدائش عمرڪوٽ" ۾ ماپون هي ڏنيون آهن. زمين کان ڇتي جي گنبذ تائين اوچائي 14 کن فوٽ ڊيگهہ ويڪر 10x10 فوٽ، ٿنڀن جي ٻاهرين موڪر 1.7 فوٽ ۽ اندرئين پاسي کان 15 انچ. ڪنڌ ڪٽيل اٿس. هرهڪ ٿنڀو 6. 6 فوٽ بلند آهي. جنهن تي 4 انچ ٿلهي ڇت مٿان 4 فوٽ کن بلند گنبذ رکيل آهي. اڪبر بادشاهہ 5 رجب 969ع (1542) تي همايون کي حميده بانو مان ڄائو سندس ڄمڻ هنڌ تي ميان سيد هاشم شاهہ ڪيجراڙيءَ واري پٿر هڻائي، ان تي پنهنجو نالو ۽ اڪبر بادشاهہ جي جنم تاريخ لکرائي هئي، اهو هنڌ عمرڪوٽ کان ڪلوميٽر پنڌ تي آهي. ان پٿر واري هنڌ تي پٿر جي ڇتي (مقبري نما) ٺهيل آهي.

**اڪبر بادشاهہ، ملا دوپيازو ۽ بيربل وزير** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد اسحاق جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڇاپايل آهي. ليکڪ هيءَ ڪتاب اسلاميہ پريس لاهور مان سال 1899ع ۾ ڇپايو.

**اڪبر بروهي** (راڳي): اڪبر بروهي سورج آباد محلہ دادو ۾ سال 1960ع ۾ ڄائو. ننڍي لاڪر راڳ سان دلچسپي هئس، تہ اچي استاد محمد صالح ساند دادوءَ واري جو شاگرد بڻيو. جيڪو استاد ٻيبي خان جو شاگرد ۽ وڏو راڳي هو. اڪبر بروهي استاد سان تانپوري تي سنگت ڪندو هو. سوز علي فقير طبلو وڄائيندو هو. استاد صالح ساند جي وفات کان پوءِ استاد غلام عباس جيڪو استاد منور علي خان جو پٽ ۽ استاد بڙي غلام علي خان جو پائيتيو هو ان جو شاگرد



ٿيو 30 سال کن رياضت ۾ لڳي ويس. هن وقت استاد نظر محمد چنا کان پوءِ راڳ جي سني ڄاڻ رکي ٿو ڪوئٽا ريڊيو ۽ حيدرآباد ريڊيو تي اڪبر بروهي، سنڌي، بلوچي، براهوي، اردو ۽ سرائيڪي ۾ ڪلام ڳيا آهن. سندس آواز پنهنجي استاد محمد صالح جهڙو آهي. هن وقت دادوءَ ۾ هن کان وڌيڪ راڳ داري جي حساب سان ڪو بہ ڳائڻو ڪونہ آهي. منظور سخيراڻي، آصف چارڻ يا دادوءَ جا ٻيا فنڪار سندس شاگرد آهن.

**اڪبر جسڪاڻي:** ٻاراڻي ادب کي سهيڙيندڙ اڪبر جسڪاڻي ولد جام خان جسڪاڻي، 1958ع ڌاري ضلعي دادوءَ جي شهر جوهيءَ ۾ ڄائو. ننڍڙوئي هو تہ سندس والد سعودي عرب ۾ گذاري ويو. اڪبر کي ناني ۽ نانيءَ پاليو. ڪيس ڪو چاچو يا مامو بہ نہ هو. زندگيءَ جا اڙانگا پيچرا طئي ڪندي، 1975ع ۾ "جيئي سنڌ" تحريڪ جو ميمبر ٿيو اُن کان پوءِ جيئي سنڌ پروگريسو اسٽوڊنٽس فيڊريشن (وطن دوست پارٽي) ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ لاءِ ڪم ڪيائين. هن جوهي شهر ۾، ترقي پسند قومپرست شعور پکيڙڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو سنڌي ادبي سنگت، جوهي شاخ جو بنياد بہ هن وڌو. ذوالفقار علي ڀٽي شهيد خلاف چاڪنگ ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ جيل بہ ڪمايائين. اڪبر کي مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار سيد ظفر حسن جي دؤر ۾ سنڌي ادبي بورڊ ۾ لائبريرين مقرر ڪيو ويو ۽ بعد ۾ ٻارڙن جي ماهوار رسالي "گل ڦل" جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ 1987ع ۾ ايڊيٽر مقرر ٿيو.



هن فتاح هاليپوٽي (شرجيل) جي همٿائڻ تي ڪهاڻين لکڻ جي شروعات ڪئي. هن جون شروعاتي ڪهاڻيون ماهوار "سوجهري" ۾ ٻارڙن جي صفحي ۾ ڇپيون. اُن کان پوءِ روزاني آفتاب، عبرت ۽ سنڌ نيوز ۾ بہ لکيائين. هن جي ٻاراڻين ڪهاڻين جا مجموعا "ٻتين واري ناني" (ناوليٽ)، "رمون پيٽي" ۽ "خيرو حجم" جي نالي سان نثار حسينيءَ ڇپرايا، جن مان 'رمون پيٽي' ۽ 'ٻتين واري نانيءَ' کي سنڌي ٻاراڻي ادب جي حوالي سان سنڌالاجيءَ طرفان بهترين ڪتاب طور انعام ڏنو ويو. اڪبر جو ڪتاب "گلڙن جا گهاءَ"، هالا جي دوستن ڇپرايو. ان ڪانسواءِ اڪبر جون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڪالم ۽ ڪهاڻيون ڇپيل آهن. اڪبر شادي نہ ڪئي. هن فوت ٿيڻ کان اڳ، سگا شاخ جوهيءَ پاران، جوهي شهر ۾ قائم ڪيل گاج لائبريري (هاڻي اڪبر جسڪاڻي ميموريل لائبريري) لاءِ پنهنجا سانڍيل ڪتاب ڊاڪٽر حميد سومري جي حوالي ڪيا. اڪبر جسڪاڻيءَ جو لاش حيدرآباد جي سحرش نگر واري ويران گهر مان، 13 آگسٽ 1999ع تي سڙيل حالت ۾ مليو. سندس موت اڄ ڏينهن تائين هڪ راز بڻيل آهي.

**اڪبر جي سخا عرف راڻي پدماوتي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هيمنداس شامداس جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. اُن جو ڇاپو ڀهريون، نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1942ع ۾ شايع ٿيو

**اڪبر ساگر:** سندس اصل نالو علي اڪبر جوکيو آهي، شڪارپور جو ناميارو شاعر آهي. هو 1- آڪٽوبر 1956ع تي ڳوٺ چوڏهيو سڏايو، شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. بي. اي ايگريڪلچر انجنيئرنگ ۽ ايم اي (ايڪانامڪس) ۾ ڪئي آهي. هن وقت ايگريڪلچرل ڊولپمينٽ بئنڪ آف پاڪستان ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آهي. سندس شاعريءَ جا 3 مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. جن ۾ "سوچ - لوچ" (1983)، "مون ۾ آهين تون" (1991)، "من اندر جا لوچ" (2002) شامل آهن. هو هن وقت ڪراچي ۾ رهي ٿو.

**اڪبر سومرو:** نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ نثر نگار اڪبر سومرو ولد عبدالڪريم سومرو، 25 جنوري 1959ع تي، ٽنڊي الهيار، ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. ايم. ايس سي (ايگريڪلچر) زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام مان ۽ سول انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما پوليٽيڪنيڪل ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. نئشنل هاءِ وي اٿارٽيءَ ۾ 1985ع ۾ ملازم ٿيو ۽ هن ڪاتي ۾ گذريل ٻن سالن کان اسسٽنٽ ڊائريڪٽر جي عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.

اڪبر سومرو، ادبي دنيا ۾ ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار طور سڃاتو وڃي ٿو، جڏهن تہ ڪجهہ شعر بہ لکيا اٿس. هن وقت تائين سندس ڇپيل ڪتابن ۾

'ڊائريءَ جا پنا' (1981ع)، 'من جي هن پار' (1984ع - ڪهاڻيون)، 'ڇهرا ڇهرا شهر' (1991ع - خط)، 'ڪيسوفل' (1992ع - ڊائري) ۽ 'شهر جي ڳالهه' (1998ع - ناول) شامل آهن. هن وقت مين قاسم آباد حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**اڪبر لغاري:** سنڌي ٻوليءَ جو اديب ۽ ڪهاڻيڪار اڪبر لغاري 30 نومبر 1963ع تي تعلقي هالا جي ڳوٺ ٽالي خان لغاري لڳ ڀاٽوٽ تعلقي هالا ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم ايم. اي اڪنامڪس (1978ع) ۽ ايل. ايل. بي (2003ع) آهي. شروع ۾ تعليم کاتي ۾ J.S.T طور ڀرتي ٿيو ۽ ان حيثيت ۾ ڳوٺ مبارڪ جروار، حمايت الاسلام هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ هوينفل هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ پڙهائيندو رهيو. ان بعد پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏني، 1991ع ۾



پاڪستان ڪاليج سعيدپور، بدين ۾ ليڪچرر ٿيو. هن 1989ع ۽ 1990ع ۾ ٻه دفعا سي ايس ايس جو امتحان پاس ڪيو. 1992ع ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر جي ٽريننگ ڪري 1993ع ۾ مورو ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر ٿيو. 1994ع ۾ ريلوي مئجسٽريٽ حيدرآباد، 1995ع ۾ ايس. ڊي. ايم مٺي، 1996ع ۾ ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر دادو، 1997ع ۾ ايس. ڊي. ايم ڏگهڙي، 1998ع ۾ سيڪريٽري RTA حيدرآباد، 1999ع ۾ ايس. ڊي. ايم ميرپور خاص، 2000ع ۾ سٽي مئجسٽريٽ ڪراچي (سائوٿ)، 2001ع ۾ ڊي. اي. او فنانس سانگهڙ، 2002ع ۾ ٽي. ايم. او ڪورنگي ڪراچي، 2003ع ۾ ڊائريڪٽر ٽوئرزم، 2003ع ۾ ڊپٽي سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت کاتو، 2004ع ۾ اي. ڊي. او روينيو دادو، 2005ع ۾ اي. ڊي. او روينيو ڄامشورو، 2007ع ۾ ڪين ڪمشنر حيدرآباد ۽ 2008ع کان اڄ تائين ڊي. سي. او عمرڪوٽ طور پنهنجون خدمتون انجام ڏيندو رهيو آهي. سندس تصنيفن ۾ "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" (1992ع) ۽ "فلسفي جي مختصر تاريخ" (2003ع) شامل آهن. ان کان سواءِ ادبي تنقيد ۽ شيخ اياز بابت سندس ڪيترائي مضمون روزاني "ڪاوش" ۾ ڇپيا آهن. ٽه ماهي "مهراڻ" رسالي ۾ سندس ڪهاڻيون به شايع ٿيل آهن. "سارنگا" رسالي جي اعزازي سٽ ۾ به شامل آهي.

**اڪبر "نظير" نمائي:** اديب ۽ شاعر سيد غلام اڪبر شاهه. ادبي نالو "نظير" نمائي. 16 اپريل 1950ع تي ڳوٺ نمون يار علي شاهه لڳ اڏيرو لال ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي ۽ ايم. ايڊ ڪري تعليم کاتي سان وابسته ٿيو ۽ هن وقت اسسٽنٽ پروفيسر، ڪاليج آف ايجوڪيشن حيدرآباد ۾ آهي. سندس تصنيفن ۾ "تعليمي عمرانيات (1996ع)، "هالا هيرن کاڻ" (1997ع)، "يا نصيب" (شاعري، 1998ع) ڇپيل آهن. هو هن وقت حيدرآباد ۾ رهندڙ آهي.

**اڪتال** (وڄت): هي 12 ماترائن جي تال آهي. تين تال وانگر ڪلاسيڪي ۽ نيم ڪلاسيڪي راڳن ۾ وڄائي ويندي آهي. آلاپ کان پوءِ جڏهن آهستي آهستي مڌ لئي ۾ ڳائبو آهي ته هي تال وڄائي ويندي. هن ۾ شانتي ۽ ڊيرج گهٽي آهي. ٻه ٻه ماترائون ڪري ڇهن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ٽين ۽ ستين ماترا خالي آهن.

| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 | 12 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڌن- | ڌن- | ڌا- | ترڪ- | تي- | نا- | ڪت- | تا- | ڌا- | ترڪ- | ڌي- | نا |

يا

ڌن ڌن - ڌاڳي - ترڪٽ تونا - ڪت تا - ڌاڳي ترڪٽ - ڌن نا

x 0 2 0 3 4

**اڪڻ ڪهاڻي ڪبير** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪا، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس ريتا شهاڻيءَ جو سوانحي ناول آهي، جنهن ۾ هن مشهور ويدانتي شاعر ڪبير جي جيون ڪهاڻي ناول جي انداز ۾ لکي آهي. ريتا شهاڻيءَ هن ڪتاب ۾ عام ناول واري انداز کان هٽي پنهنجي مخصوص اسلوب ۾ ڀڳت ڪبير جي ڪهاڻي بيان ڪئي آهي. هن ڀڳت ڪبير جي ڪوِتا کي بنياد بڻائي راويءَ جي روپ ۾ نه رڳو ڀڳت ڪبير جي جيون ڪٿا بيان ڪئي آهي، پر ان جي دوهن جي اپٽار ۽ اپياس به فلسفائي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. سنڌي ادب ۾ ڪنهن شاعر جي ڪٿا لکڻ جو هي هڪ انوکو ۽ منفرد انداز آهي، جنهن ۾ ليکڪا جي آتما شاعريءَ جو روپ وٺي شاعر ۾ واسو ڪري ٿي ۽ پوءِ مسلسل شاعري ٿي شاعر جي زندگيءَ، فن ۽ فڪر جو احاطو ڪري ٿي. اهڙي طرح ناول نگار پردي جي پويان هليو وڃي ٿو ۽ اسڪرين جي پڙهندڙ، ڏسندڙ جي صورت ۾ شاعر جي اڪڻ ڪهاڻيءَ کي




چرندو پرندو ڏسي ٿو. هن ناول ۾ ڀڳتي مارڳ جي سمجهاڻي سهڻي نموني ڏنل آهي. هن ڪتاب تي سنڌي ٻوليءَ جي نامور دانشور سائين محمد ابراهيم جويي 22 صفحن جو مهاڳ لکي ڀڳتي تحريڪ جي تاريخ تي نه رڳو روشني وڌي آهي ۽ ٻڌايو آهي ته تاريخ جي وچين دور 700ع کان 1600ع تائين ڀڳتي تحريڪ جو زور ٻن شين تي رهيو. هڪ پريم ۽ ٻيو ارپنا (Devotion). انهن ٻنهي شين کي سڀ کان اعليٰ وجود (Supreme Being) تائين پهچڻ لاءِ ضروري ڄاڻايو ويو. جويي صاحب لکيو آهي ته ڀڳت ڪبير جنهن فلسفي جو سفير هو ان جي اسان کي اڄوڪي دور ۾ گهڻي گهرج آهي. هن دور جي ڀڳتي هيءَ آهي ته اسين سماج / سماجن ۾ برابري، انصاف ۽ آزاديءَ تي ٻڌل هڪ نئين سماج جي تخليق ڪريون. هن ڪتاب ۾ آسي زميني، موهن مدهوش ۽ ليکڪا ريتا شاهاڻيءَ جا ليک پڻ آهن. هن خوبصورت چار رنگي ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 140 رپيا آهي. جيڪو ڪويتا پبليڪيشن ڊسمبر 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اَڪَ ٽَنِڊُو:** اڪ جي ٻوٽي جو ڦل جنهن کي "اڪ جو انب" به چوندا آهن. اڪ جي انب مان ٻوهه نڪرندو آهي، جيڪو ايترو نرم ۽ هلڪو ٿيندو آهي، جو هوا ۾ هيڏانهن هوڏانهن اڏامندو رهندو آهي.

**اڪ پٽي دڙو:** هي ماڳ جو قسم قبل از تاريخ؟ تعلقي ٽاڻو بولا خان ضلع ڄامشورو ۾ ر ويڪرائي ڦاڪ ″27 ′48 °25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ″28 ′33 °67 تي موجود آهي. هي ماڳ ڳجهڙي ڊوري جي ڏکڻ ۾ ۽ ڳوٺ مير حسن گبول ۽ ڳوٺ جڙيو ڇتو وٽ هڪ ٽڪري جي لاهيءَ تي آهي. دڙي تي قبل از تاريخ ۽ قديم تاريخي دور جون ڪچهه وٿون مليون ٿيون. سچو دڙو ڌاراوتون ڳولهيندڙن ڪوٽي ڦٽو ڪيو آهي ان لاءِ هي ماڳ ضعيف حال ۾ آهي. هن جي آرڪيالاجي کاتي طرفان ڪوتائي ٿيڻ گهرجي. هن ماڳ جو اڳ ڪنهن به ذڪر نه ڪيو آهي.

**اڪرام الله ڏاريجو:** اڪرام الله خان ڏاريجو ولد عبدالستار ڏاريجو 7 فيبروري 1971ع تي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. پ. پ جو ايم. پي. اي آهي. جيڪو صوبائي اسيمبلي سنڌ جي گهوٽڪيءَ واري تڪ پي ايس 6 تان ڪامياب ٿيو. سندس تعلق گهوٽڪيءَ جي ڏاريجا خاندان سان آهي. جيڪو سياسي حوالي سان مشهور آهي. هن پاڪستان کان علاوه ڪيليفورنيا يونيورسٽي



آمريڪا ۾ بہ تعليم حاصل ڪئي. جتان بزنس مئنيجمينٽ ۾ پي.ڊي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين ۽ پ نارٿ آمريڪا جو 2001ع کان 2005ع تائين وائيس پريزيڊنٽ پڻ رهيو. هن وقت نائي، بين الصوبائي رابطن، ايڪسائيز اينڊ ٽيڪسيشن ۽ اريگيشن بابت ڪميٽين جو ميمبر ۽ سروسز اينڊ جنرل ايڊمنسٽريشن بابت ڪاميٽيءَ جو چيئرمين آهي. پاڻ سنڌ پيپلز ڊولپمينٽ ڪميٽي ضلعي گهوٽڪيءَ جو چيئرمين بہ آهي. سنڌس مستقل رهائش عادلپور ضلعي گهوٽڪي ۾ آهي.

**اڪرام ساگر عباسي:** هن جو اصل نالو اڪرام الله عباسي آهي، هو سنڌو شاعر ۽ ڪهاڻيڪار آهي. هو 14-آگسٽ 1969ع ۾ پنجو ديرو ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو تعليم بي اي اٿس. هن جي ڇپيل ڪتابن ۾ "مان اسڪول پڙهندس" ٻارن لاءِ ڪهاڻيون) 1993ع، "سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ" (1994)، "سنڌ ارغون دور ۾" (2000)، "تاريخ جي ڪتهڙي ۾" (1996) ڇپيل آهن. هن وقت هو لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**اڪرم انصاري، پروفيسر:** شاهہ لطيف جي فڪر جو ڄاڻو ۽ مشهور ليکڪ، پروفيسر اڪرم انصاري، ٻهرين جنوري 1925ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو سنڌس وڏا ٻوري، ضلعي دادو جا رهاڪو هئا. پرائمري تعليم نوشهري فيروز جي مدرسي مان حاصل ڪيائين. انگريزي تعليم لاءِ نورمحمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد ۾ داخل ٿيو جتان 1943ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1946ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي (آنرز) ۽ 1948ع ۾ انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. 1946ع کان 1950ع تائين ايس. ايم. ڪاليج، ڪراچيءَ ۾ انگريزيءَ جو استاد ٿي رهيو ان کان پوءِ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو جلد ئي انٽرميڊيئيٽ ڪاليج جو پرنسپال ٿيو ۽ 1958ع ۾ ڊگري ڪاليج جو پرنسپال ٿي مختلف هنڌن تي رهيو تعليم کاتي ۾ ڊپٽي سيڪريٽري ۽ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدن تي رهيو 1973ع ۾ ڊائريڪٽر ڪاليجز حيدرآباد ريجن ٿيو انصاري صاحب حيدرآباد تعليمي بورڊ جو چيئرمئن، سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي جو چيئرمئن ۽ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر بہ ٿي رهيو آخر ۾ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو چيئرمئن ٿيو. جتان 1984ع ۾ رٽائر ڪيائين. پاڻ 31 ڊسمبر 1984ع تي وفات ڪري ويو.



انصاري صاحب کي شاهہ لطيف سان عشق هو انگريزيءَ ۾ شاهہ صاحب جي شاعريءَ ۾ پيغام تي ڪيترائي مقالا ۽ مضمون لکيا اٿس. سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾ "Latif and the Modern World" (1970ع)، 'سُر ڪنيات ۽ قرآني تعليم'، "Symbolism in the Poetry of Shah Latif" (1983ع) قابل ذڪر آهن.

**اڪرم علي ملاح:** اڪبر علي ملاح اصل ويٺل شهر ترائي، ضلعي بدين لڳ ڳوٺ خاشيءَ ۾ 1905ع ڌاري ڄائو سنڌس پيءُ محمد هاشم کي راڳ جي ٿوري گهڻي ڄاڻ هئي، جنهن کي هڏندي هن کي اُتان راڳ جو شوق ڄاڳيو. جهنگ جهر جهاڳيندو، گهمندو ڦرندو، آخر ڪجهہ وقت کان پوءِ رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ وٽ حاضري ڏنائين. جتي هر وقت راڳ رنگ جي محفل متل هوندي هئي. ان کان پوءِ دڙي ۾ حافظ فيض محمد وٽ راڳ جي 12، 13 سال رياضت ڪيائين. وري ميرپور بٺوري ۾ خانصاحب مبارڪ علي خان جي شاگرديءَ ۾ پڻ رهيو آهي. جتان هن راڳ بابت گهڻو ڪجهہ پرايو گهڻين ئي ڪچهرين ۾ حصو ورتائين. گهڻو ڪري سنڌ جي مشهور صوفي شاعرن شاهہ لطيف، مصري شاهہ، صاحبڏني فاروقي، سچل، حمل ۽ ٻين جا ڪلام ڳايائين.

**اڪرم مگڻهار (شرناءِ نواز):** هي لاڙڪاڻي شهر جو رهاڪو هو هي فنڪار شرناءِ وڄائڻ جو وڏو ماهر هو سنڌس ٽولو جنهن ۾ سنڌس پيءُ غلام جعفر دهل جو وڄيو هو سڄي سنڌ ۾ مقبول ۽ مشهور هو اڪرم مگڻهار خانصاحب پيرل خان جو شاگرد هو ۽ پيرل خان بسم الله خان جي پايي جي شرناءِ وڄائيندو هو اڪرم 1975ع ۾ وفات ڪري ويو.

**اَڪرو:** هن نالي سان خيرپور ۽ دادو ضلعن ۾ جدا جدا بہ ڳوٺ آباد آهن: هڪڙو ڳوٺ تعلقي فيض گنج ۾ آباد آهي. تعلقي فيض گنج ۾ هن نالي سان هڪ ديهہ بہ آباد آهي. ٻيو تعلقي ڪوٽڙيءَ جو تمام پراڻو ڳوٺ آهي، جيڪو "مُوڙهي" جبل ۾ آباد آهي. هي ميرن جي دور ۾ آباد ٿيو هن ڳوٺ ۾ سيد، ملڪ، ٽونگل، برفت، گهانگهرا، ماڇي، خاصخيلي، ٿيٻا ۽ خشڪ ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن. هتي جا سيد اصل مٽياريءَ جا آهن. هن ڳوٺ ٿوري عرصي ۾ جڳي ترقي ڪئي آهي. هن وقت ڳوٺ جي پنج هزار کن آدمشماري ٿيندي. هتي پرائمري اسڪول، واٽرسپلاءِ ۽ اسپتال جون سهوليتون موجود آهن.

**اَڪري:** تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو

**اَڪري جاگير:** تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ جو نالو

**اَڪري رعيتي:** تعلقي سيوهڻ، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ "اَڪري" ڳوٺ آباد آهي.

**اِڪَڙ:** هيءُ ٻوٽو عام طرح سڄي سنڌ جي، ٻنين ۾ ٿيندو آهي. هيءُ ٻوٽو سخت زمين ۾ جتي ٻاٿيءَ جي مار هوندي آهي، اُتي اُپرندو آهي. ست، اٺ فوٽ ڊگهو ٿئي ٿو ٻارڪر جي علائقي ۾ جام ٿيندو آهي. هن جي چوڏن ۾ تاندورا ٿيندا آهن. جن کي ڪڍي، ڳُڏ ڪري، اُن مان رسا ۽ نوڙيون وٽي، ڪتن لاءِ واڻ ٺاهيندا آهن. اڪڙ کي "ايڪڙ" بہ چون ۽ هاري ڪلر ۽ سر واريءَ زمين ۾ خاص ڪري ٻوڪيندا آهن چوڻ هي ٻوٽو ڪلر ۽ سر کي چوسي ٿو.

**اَڪڙي:** ٻير ٻٺوري جي پَٽ جو نالو "اَڪڙيءَ جو پَٽ" هو جنهن جي نالي ٻويان هن اپراضيءَ ۾ 'اڪڙي وڏي'، 'اڪڙي ننڍي'، 'اڪڙو وڏو' ۽ 'اڪڙو ننڍو' نالا پيا. 'اڪڙو' قديم ۽ موجوده، 'اڪڙي' جو شهر آهي، جيڪو ٻٺوري جي ماڳ کان اٽڪل بہ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. اڪڙي جو پراڻو شهر هن وقت ڦٽل ٿڙ جي صورت ۾ آهي.

**اڪسير الاحمر في اسرار الجفر (حصو اول)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان نورنگ زادي جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 92 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. منشي ٻوڪرداس هيءُ ڪتاب مفيد عام پريس، لاهور مان سال 1917ع ۾ ڇپايو.

هن ڪتاب جو ٻيو حصو 108 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت بہ 4 آنا آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو. خورشيد عالم پريس، لاهور مان سال 1917ع ۾ ڇپيو.

**اڪسير الاحمر في اسرار الجفر (ٽي حصا گڏ)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان نورنگزادي جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 320 صفحا آهن، جن جي قيمت 10 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون، منشي

پوڪرداس، محمدي پريس، لاهور مان سال 1914ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو بيو ڇاپو مولوي محمد عظيم تاجر ڪتب شڪارپور، خورشيد عالم پريس، لاهور مان ڇپايو.

**آڪ شِيدي:** ٺٽي ضلعي جو مشهور ملھ پهلوان، جيڪو ويھ پنجويھ سال اڳ ٿي گذريو آهي. نالي وارن پهلوانن سان مقابلا ڪيائين.

**اڪ مَڪڙ:** هيءَ جيت عام مڪڙ جيڏو، پر سائي ڦڪي رنگ جو ٿيندو آهي. گهڻو ڪري اَڪ جي وڻ تي ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جنهنڪري ئي هن جو نالو "اَڪ مڪڙ" پيو آهي. هيءَ جيت ڏکين ٽنگن ۽ مُڇن سان ٿئي. ساين تارين يا گاهه ۾ لڪي ويندو ته نظر نه ايندو. گاهن ۾ به ويهندو آهي. وسڪاري وقت جام ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ٿري ٻوليءَ ۾ هن کي "گوگو" به چوندا آهن.

**اڪوائي** (وجت): 16 ماترائن جي لئي آهي. پهرين سم ۽ 5 ۽ 13 ضرب ۽ 9 ماترا خالي آهي. چئن ماترائن ۾ چئن حصن ۾ ورهايل آهي.

$^{1}$تا $^{2}$آ $^{3}$گهي $^{4}$گهي - $^{5}$تا $^{6}$گهي $^{7}$آ $^{8}$گهي - $^{9}$تا $^{10}$آ $^{11}$گهي $^{12}$گهي

$^{13}$تا $^{14}$گهي $^{15}$اي $^{16}$گهي

پيو ٺيڪو

$^{1}$ڌا $^{2}$آ $^{3}$آ $^{4}$گهن - $^{5}$ڌا $^{6}$آ $^{7}$گهن $^{8}$گهن - $^{9}$تا $^{10}$آ $^{11}$آ $^{12}$ڪِن -

$^{13}$ڌا $^{14}$آ $^{15}$گهن $^{16}$گهن

**آڪور:** تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

**آڪول:** اڪول جو وڻ سنڌ جي جابلو علائقن ۾ ٿيندو آهي. ان جي اوچائي 30 کان 40 فوٽن تائين ٿيندي آهي. ان جي ننڍين تارين تي سخت ڪنڊا هوندا آهن، پر وڏيون تاريون ڪنڊن کان خالي هونديون آهن. وڻ جي ٿڙ ۽ تارين جو رنگ سفيد ٿيندو آهي. گل چهاڙڻ سان ٿورو ڪڙو لڳندو آهي. جنهن سان دل ڪچي ٿيندي آهي. هن جا پن آڙوءَ جي پنن سان ملندڙ جلندڙ هوندا آهن. پر ان وانگر نوڪدار نه هوندا آهن. هن جو ميوو جمونءَ کان ننڍو ٿيندو آهي ۽ ٻجي جمونءَ وانگر ئي ويندو آهي، پر ان جو ذائقو ڦڪو هوندو آهي. اڪول، آفيم جو ترياق (اوتار) آهي. جيڪڏهن ڪو شخص آفيم زهر جي مقدار ۾ کائي يا ايترو کائي جو نشو تمام گهڻو ٿي وڃيس ته اڪول جي ڪائي، پاڻيءَ ۾ گهوٽي پيارڻ سان آفيم جو اثر بلڪل ختم ٿي وڃي ٿو. پر ان ڪم لاءِ اندر واري سخت ڪائي ڪُٽبي آهي. جيڪا ڳاڙهي ۽ ڪِنُ ٿئي ٿي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته ڪير پياڪ ٻارن جي سوڪڙي لاءِ به هي مفيد ۽ بهترين دوا آهي.

**اِڪوئي:** هڪ قسم جو جابلو ٻوٽو. جيڪو پسارڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. هيءَ ٻوٽو ڀنگ جي ٻوٽي جهڙو ٿئي ۽ تاثير به ڀَنگ وانگر هلڪي نشي وارو ٿئيس. جابلو چوپايو مال هيءَ ٻوٽو چرندو آهي. ڳُڙ جيڪو اندر ۾ گند ڪري وڃي، پر ڦاٽي نه سگهي، ان کي اِڪوئي جي لپري ٻڌندا آهن ته ڳُڙ ڦاٽي پوندو ۽ سور ۾ پڄي پوندو آهي.

**اِڪي ٻڌيءَ راند:** ڪي ٻار وڃي ڇيڄڪا، ٽڏڙا ۽ ڪکڙيون ميڙي چوندي پاڻ وٽ گڏ ڪندا، پوءِ هڪ ڄڻو مُٺ ڀري چوندو: "اِڪي ڪي ٻڌي؟" پوءِ ٻيو جوڪري جيو: "اِڪي" ته ٻه ٻه داڻا ڪري ڳڻيندا جي هڪ داڻو بچيو ته چوندڙ کٽيو. اهي سڀئي داڻا جيت ۾ پاڻ ڪندو، پر جي ڳڻپ کان پوءِ ٻه داڻا بچي پيا ته ٿي "ٻڌي". واڪ ڏيندڙ هارايو اهو ايترا داڻا پنهنجي جهول مان ڪڍي کٽيندڙ کي ڀري ڏيندو. هي راند وڏيءَ عمر وارا به ڪندا آهن. پر داڻن جي بجاءِ ڪائڻ

واريون ڪنگڻيون ڏهه، ٻارهن هٽ ۾ جهلي وٺي هٽ جي مهتو ڏيندا. پوءِ اهي ٽڪر ٿيل ڪنگڻيون ڳڻيندا جي پچندڙ کٽيو ته سڀ ٽڪر ڪٽي ويندو ۽ هاريندڙ ڪنگڻين جا پئسا ڀري ڏيندو. پر جي واڪ ڏيندڙ جيتيو ته پچندڙ ڪنگڻين جا پئسا ڀريندو ۽ ٽڪرا واڪ ڏيندڙ کڻندو. ڏڪي وري پنج کان ڏهن تائين ڏونگهيون هڪ هٽي مٿان رکي مڪ سان پچن. پوءِ انهن جا ٽڪرا ڳڻين. جي ڪا ڏونگهي سڄي رهجي ويئي ته پچندڙ سيني جا پئسا ڀري ڏيندو.

**اڪيلائيءَ جا هڪ سؤ سال:** هسپانوي ٻوليءَ جي مشهور ناول نويس ۽ ڪهاڻيڪار، گئبريل گارشيا مارڪيئز جي مشهور ناول "One Hundred Years of Solitude" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ناٽڪ نويس، براڊڪاسٽر ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي اڳوڻي سيڪريٽري مراد علي مرزا، "اڪيلائيءَ جا هڪ سؤ سال" نالي سان ڪيو آهي. جيڪو سنڌيڪا اڪيڊميءَ، ڊيمي سائيز جي 354 صفحن تي مشتمل، 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي،




جنهن جي قيمت 160 رپيا آهي. هيءُ ناول ويهين صديءَ جي پوئين اڌ جو شاهڪار ناول آهي. جنهن کي 1982ع ۾ ادب جو نوبل انعام مليو. هيءُ ناول اصل ۾ هسپانوي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو ۽ بعد ۾ دنيا جي ٻنجيتهن ٻولين ۾ ان جو ترجمو ٿيو آهي ۽ اُن جو هي سنڌي ترجمو ڇٽيهين ٻوليءَ ۾ ٿيو آهي. گارشيا مارڪيئز جي هن ناول توڙي ٻين تخليقن مان پبلو نرودا جواٿي "سندس وطن جي مٽيءَ جي پنل خوشبوءِ اُتندي محسوس ٿئي ٿي". هن ناول ۾ اُتان جي خانه بدوش جپسين، مظلومن ۽ مسڪينن جي حالت بابت ذڪر ڪيل آهي. هن ناول جون، دنيا اندر هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ ڪاپيون ڇپجي چڪيون آهن. گارشيا مارڪيئز کي نوبل انعام ڏيندڙ بورڊ، پنهنجي انعام ڏيڻ واري اعلان ۾ چيو هو ته: "گارشيا مارڪيئز جي ناولن ۽ ڪهاڻين ۾ اجرج جهڙين حقيقي ڳالهين کي بيحد خوبصورت تصوراتي انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. جن جي ذريعي هڪ وڏي کنڊ جي زندگيءَ ۽ اُن جي تضادن جي ڀرپور ترجماني ڪيل آهي."

**اڪيواري/ اڪيواڙي:** هي هڪ ديھ جو نالو آهي جيڪا ڪراچي ۾ آهي. موجوده حسن اسڪوائر نيشنل اسٽيڊيم، شانتي نگر، محمد علي سوسائٽي ۽ طارق روڊ واري علائقي ۾ اڪ گهڻا هوندا هئا. ان ڪري هي علائقو اڪين واري، "اڪن وارو پٽ" مشهور هو جيڪو بعد ۾ بگڙجي اڪيواري ۽ اڪيواڙي ٿيو هن ديھ جون حدون پراڻي سبزي منڊي جي سامهون موجوده الهلال هائوسنگ سوسائٽي، آغا خان اسپتال، محمد علي سوسائٽي کان ريلوي لائين تائين. هيءَ پاسي موجوده يونيورسٽي روڊ جيڪو ڪجھ وقت اڳ تائين گڏاپ ۽ ٺاٺو بولا خان روڊ جي نالي سان مشهور هو شهر ڏانهن ويندي هن جي ڪاهي پاسي مدو ڳوٺ، سفاري پارڪ لڳ مولڙي جبل کان آمري ڊوري تائين ۽ اڳتي هلي ناٿا خان پل جي وچ تائين هن ديھ جون حدون آهن. سي او ڊي وارو فوجي علائقو ڊالميا، سيمنٽ فيڪٽري، عزيز ڀٽي پارڪ، اردو يونيورسٽي، نيپا، سوڪ سينٽر، ضلع ڪائونسل ڪراچي جي پراڻي آفيس وارا علائقا انهيءَ ديھ ۾ آهن.

**آکِ**: هر انسان کي پنج حواس ٿين ٿا: ڏسڻ، ٻڌڻ، سنگهڻ، چکڻ ۽ ڇهڻ. انهن حواسن جا ڪم بہ الڳ الڳ آهن. ڏسڻ لاءِ اک آهي، جنهن جو ڪم آهي روشنيءَ جهڙي قوت حاصل ڪرڻ ۽ ان کي عڪسن ۾ بدلائڻ.

انسان، ٻين حواسن جي ڀيٽ ۾، ڏسڻ جي حواس تي وڌيڪ ڀاڙي ٿو. اسان جي اک، اسان جي دماغ جو هڪ حصو آهي، جنهن وسيلي اسين ٻاهرينءَ مادي دنيا سان پنهنجا لاڳاپا قائم رکي سگهون ٿا. انساني اک کي شين جي ڏسڻ لاءِ بہ مکيہ ڪم ڪرڻا پون ٿا: (1) روشنيءَ جي قوت کي ديد ۾ مٽائڻ (2) شين کي مرڪوز (فوڪس) ڪرڻ.



اک جا ڏسڻ ۾ ايندڙ حصا

اک کي جوڙجڪ جي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو

(1) اک جي ٻاهرين بناوت ۽ ان سان لاڳاپيل تنتون.

(2) دوڏو ۽ ان سان لاڳاپيل تنتون.

(3) اک جون شفاف ۽ روشني موڙيندڙ تنتون.

ذڪر ڪيل ٻهرئين حصي ۾ ڇپر، پنبڻيون ۽ ڀروُن اچي وڃن ٿا. دوڏو ۽ ان سان لاڳاپيل تنتن ۾، دوڏي جو ٻاهريون پوش (جيڪو ٽِہ تهو آهي)، ٻاهريون تهہ، وچون تهہ ۽ اندريون تهہ اچن ٿا. اهڙيءَ ريت اک جي شفاف ۽ روشنيءَ جا ڪرڻا موڙيندڙ تنتن ۾ قرنيا ۽ بلور اچي وڃن ٿا.

انسان کي، گول بال نما بہ اکيون هونديون آهن. هنن ۾ ڇهہ مشڪون آهن ۽ ڇٽن حصن يا تهن جون ٺهيل هونديون آهن. اکين جي چوڌاري ڇپر هوندا آهن. ٻهريون تهہ يا پردو هڪ مضبوط اڇي ڇيڇڙي جو ٺهيل آهي، جيڪو ڪاري تاري جي چوڌاري ۽ ان جي مٿان بہ چڙهيل هوندو آهي ۽ شفاف هوندو آهي. ٻيو تهہ رت جي نلين جو ٺهيل هوندو آهي جيڪو اک کي خوراڪ پهچائي ٿو هن ۾ اندرئين پاسي هڪ ڪارو تهہ آهي، جيڪو گهٽي روشنيءَ کي جذب ڪري اک کي نقصان پهچائڻ کان بچائيندو آهي. هيءُ پردو تارو يا پُتلي ٺاهي ٿو. پتليءَ جي وچ ۾ روشني اندر موڪلڻ لاءِ ماٽڪي هوندي آهي.

ٽيون پردو تمام نازڪ تنتن جو ٺهيل هوندو آهي، جيڪو ٻاهرين شڪل



جو عڪس ڪٽي مغز تائين پهچائي، انسان کي نظر ايندڙ شيءِ جو وجود ٻڌائيندو آهي. هن پردي جي اڳيان ۽ پتليءَ جي پٺيان وري هڪ شفاف چڏي جهڙو بلور هوندو آهي، جنهن جو ڪم نظر کي چٽو ڪرڻ آهي.

اک جا مختلف حصا ۽ انهن جا ڪم:

| حصو/ عضوو | بيان | مکيہ ڪم |
|---|---|---|
| ٻاهريون تهہ: | | |
| اسڪليرا | اڇو تندائون تهہ | بچاءُ |
| قرنيا | ورييل شفاف تهہ | اک ۾ داخل ٿيندڙ روشني جي ڪرڻن کي فوڪس ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ. |
| وچون تهہ: | | |
| ڪوروائڊ | 1. گهرو رنگائون تهہ | روشنيءَ کي ٽڙڻ کان روڪڻ. |
| | 2. پتلي (ڪوروائڊ جو وڌاءُ، منجهس اهڙي مشڪ ٿئي جيڪا روشنيءَ جي گهربل مقدار مطابق ننڍي وڏي ٿي سگهندي آهي.) | |
| | 3. ماٽڪي (پتليءَ لاءِ ڪلندڙ لنگهہ). | داخل ٿيندڙ روشنيءَ لاءِ لنگهہ فوٽو رسيپٽرس تي پوندڙ روشنيءَ جي ڪرڻن کي ضرورت آهر فوڪس ڪندڙ. |
| بلور | بيضوي شڪل جو شفاف تاندورن جو ٺهيل عضوو. | |
| اڪوئيس هيومر | قرنيا ۽ بلور جي وچ تي صاف شفاف پاڻيٺ | روشني گذارڻ ۽ اک جي اندرين پاڻيءَ ۾ دٻاءُ برقرار رکڻ. |
| وٽريس هيومر | بلور جي پٺيان واري پاڻي کي ڀريندڙ جيليءَ جهڙي پاڻيٺ. | روشني گذارڻ، بلور ۽ دوڏي جي پٺ کي ٽيڪ مهيا ڪرڻ. |
| اندريون تهہ: | | |
| تنتي پڙدو | اهو گهرو تهہ جنهن ۾ فوٽو رسيپٽرس (راڊ ۽ ڪون سيل) سٽيل ٿين ٿا. | روشني جذب ڪري ان کي تبديل ڪرڻ. |
| فاوي | تنتي پڙدي جي ويجهو ڪيف جي ڊول جهڙو چگهہ، جتي ڪون سيل سٽيل ٿين. | وڌ ۾ وڌ چٽي ديد مهيا ڪندڙ مرڪز. |
| ڏسٽي تنت جي مهڙ | فوٽو رسيپٽرس کان دماغ ڏانهن اشارا نيڻ. | |

**آڪا**: درياهہ يا سمنڊ جي پوڄا پاٺ ڪرڻ وقت يا ڪا باس باسڻ وقت اٽ چڙيل چانورن جا داڻا يا ڪوپيوانَ، ڪنڊ ۾ مِلائي (خاص طرح) هندو عورتون ٿالهيءَ ۾ گهوهيل اٽي ٻرندڙ ڏيئا، ناريل ۽ گل ڦل، پاڻيءَ ۾ اڇلائينديون آهن. ان کي "آڪا" وجهڻ چئبو آهي. اڪن ۾ ڪَڻڪِ ۽ ڏونگهيون، ٻاريل ڏيئا، ايلاچيون ۽ لونگ بہ وجهبا آهن.

جيتوڻيڪ هيءَ پاڻيءَ جي پوڄا جي قديم رسم آهي، پر درياهہ يا سمنڊ جي ڪپ تي رهندڙ مسلمان بہ هن رسم جا پابند آهن. چوڻ آنهيءَ کي ثقافتي حيثيت حاصل آهي. آڪا ڏيڻ مان مراد آهي ورَ يا وارث جي سلامتي. ناکئن يا ميربحرن جي درياهہ يا سمنڊ ۾ سفر ڪرڻ وقت انهن جون زالون، درياهہ يا سمنڊ کي آڪا ڏئي، پنهنجن وارثن جي خير سلامتيءَ سان واپسيءَ جي دعا گهرنديون آهن ۽ انهن جي خير سان واپس اچڻ تائين هر چنڊ جي چوڏهينءَ تي آڪا ڏينديون رهنديون آهن.

اکا ڏيڻ ۽ باسون باسڻ: مسافريءَ تي ويل وَرَ جو اوسيئڙو ڪرڻ عورت ذات جو فطري ڳڻ آهي. سنڌ جي سماجي تاريخ ڪيترن ئي ڀرم ۽ ڀروسن (وِسوِسَن) سان ڀري پئي آهي. اسلام جي اچڻ سان، سنڌي سماج ۾ رب تي توڪل ۽ خداءِ ذوالجلال جي رحمت ۾ يقين جو تصور پيدا ٿيو، مگر هزارن سالن کان ماڻهن جي ثقافتي تاريخ سان لاڳاپيل رسمون رواج ۽ عمل سندن نفسيات جو حصو هئڻ ڪَري مروج رهندا اچن ان ڪري اڻ ڏٺي جو خوف ۽ ان جي پوڄا ڪرڻ هتان جي ماڻهن ۾ عين فطري ڳالهه هئي. وڻجارن جي نارين پنهنجن ڪانڌن لاءِ اُڪير، محبت ۽ پيار جي جذبي جي خاطر، پنهنجي ور ۽ وارث جي سک ۽ سلامتيءَ لاءِ هر قسم جي صدقي ۽ باسن باسڻ جي رسم ادا پئي ڪئي آهي.

**آکِ ٻوٽَ**: هڪ قسم جي ٻاراڻي راند، جنهن ۾ آڳ ڏيندڙ ٻار جي اکين تي پٽي ٻڌي، چئبو ته هاڻي ٻارن کي هٿ سان ڇُهي ڪاپاءِ ويجهو ايندڙ ٻار نيٺ ڪاپي پوندا ۽ پوءِ ڪاتل ٻار جون اکيون ٻڌبيون. جيڪو ٻين ٻارن کي ڪاپائيندو.

**اکر اکر آرسي** (ڪتاب): اکر اکر آرسي، استاد بخاريءَ جي شاعريءَ جي لغت آهي، جيڪا نوجوان اديب، شاعر ۽ محقق عزيز ڪنگراڻيءَ تيار ڪئي آهي. هيءَ لغت ڊيمي سائيز جي 132 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 100 رپيا آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران جون 2009ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي وئي آهي. هيءَ لغت "جديد شاعري جي شاعريءَ" جي لغت سيريز جو حصو آهي، جنهن هيٺ شيخ اياز ۽ ٻين جديد شاعرن جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظن، فقرن، اصلاحن ۽ ترڪيبن تي مشتمل لغتون تيار ٿيڻون آهن.




**اکر اکر سرهاڻ** (ڪتاب): هي ٻاراڻي شاعريءَ جو ڪتاب ذوالفقار سيال جو ڇپيل آهي، جيڪو جولاءِ 2002ع ۾ ڪنول پبليڪيشن، قنبر، ڇپائي پڌرو ڪيو. هن 63 صفحن تي ٻڌل ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي. جنهن جو ٽائيٽل چترڪار قيوم منگيءَ ناهيو آهي ۽ ڪتاب جو پيش لفظ سعيد سومري لکيو آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر ذوالفقار سيال پنهنجن پٽن، فهد جبران، دانيال عاليشان، سعد سلطان، ۽ ڌيئرن ڪائناتِ شفق ۽ دُعا رابيل جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب جو مهاڳ شمشير الحيدري لکيو آهي.



**اکر ڏاتو** (ڪتاب): انگريز مصنف، پادري جارج شرٽ، 44 صفحن تي مشتمل "اکر ڏاتو" نالي ڪتابڙو 1866ع ۾ ڇپايو. جيڪو ليٿو ۾ ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ چونڊ سنڌي لفظن جا ڏاتو يعني بنياد ڏنل آهن. جيڪي سندس خيال مطابق سنسڪرت مان سنڌيءَ ۾ تَدڀوَ روپ ۾ بدلجي آيا آهن. هن ڪتاب جي ترتيب چئن ڪالمن ۾ هيٺينءَ ريت رکي وئي آهي:

ڏاتو سنسڪرت جو: (1) سنڌي اکرن ۾ لکيل: (2) ڏاتو انگريزي رسم الخط ۾ لکيل: (3) معنيٰ، (4) سنڌي لفظ.

**اکر ۽ پوريءَ راند**: ٻار ڪو سڪو يا ڏوڪڙ کڻي پوءِ ٺڪرين ٺڪرين پٿرين ماچيسن وغيره سان هيءَ راند ڪن. هڪڙو سڪي کي آڱر ۽ آڱوٺي جي نونهيءَ تي رکي ڦيري ڏئي اُڇليندو. ٻئي راند رهندڙ کان پڇندو "تنهنجي اکر يا پوري سڪي جي اکرن واري پاسي کي "اکر" چون ۽ تصوير واري پاسي کي "پوري" چون پوءِ واڪ ڏيندڙ جيڪڏهن "اکر" چيو "سڪي جو اهو پاسو پٽ تي سنئون اچي ڪريو ته داءِ ۾ رکيل ٺڪريون کٽي ويندو، نه ته اوترين سڪي هلائيندڙ کي ڀري ڏيندو.

**اُکري**: گهريلو استعمال جو هڪ ٿانءُ، جيڪو ٺڪر جو به ٿئي ته ڪاٺ ۽ پٿر مان به ٺهي ٿو اُکريون ٻن ڪمن ۾ گهڻو استعمال ٿين ٿيون. هڪ ڪُٽڻ جي ڪم ۾ اچي ته ٻي ڇڙهڻ جي ڪم اچي ٿي. ڪاٺ يا پٿر جي ننڍي اُکري، جيڪا عام طرح گول ٿئي، جنهن ۾ ٽن ڪان چئن انچن جو گولائيءَ ۾ قطر وارو کُڏيو (کال) ٻڻ ٿئي، سا مرچ مصالحي يا ويگر وڙي ڪُٽڻ جي ڪتب اچي. ڇَڙهه جي ڪم ۾ ايندڙ اُکريءَ جي بناوت ڪجهه ٻيءَ طرح سان ٿئي ٿي. يعني هيءَ مٿان وڏي ۽ هيٺ سوڙهي تري واري ٿئي. جيڪا ٺِڪر جي به ٿيندي آهي ته ڪاٺ جي به ٿئي. ان وڏي اُکريءَ ۾ هر قسم جي جنس ڇڙهبي آهي، جهڙوڪ: چانور، ثابت مڱ، مُهر، مَٽر ۽ چڻا وغيره. ڇَڙهه جي ڪم ۾ ايندڙ اُکريون وڏيون به ٿين ته اُچيون به، جن ۾ ماڻهو بيهي به ڪا شيءِ ڇڙهي سگهي.

**اُکِري ڪَسِي**: هن نالي سان تعلقي ڪوٽڙي ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه موجود آهي.

**اُکڙوٽ/ اخروٽ**: هڪ قسم جو وڻ جيڪو جابلو ايراضيءَ ۾ سمنڊ جي سطح کان گهٽ ۾ گهٽ چار پنج هزار فوٽن جي اُوچائيءَ تي ٿيندو آهي. هن جو ڦر شڪل ميوي ۾ شمار ٿيندو آهي. پاڪستان ۾ مري، پاراچنار، سوات ۽ آزاد



ڪشمير ۾ جام ٿيندو آهي. هن جو مغز ڪائبو آهي، ۽ مٺاين ۾ استعمال ٿيندو آهي. مارچ ۾ ٻُور ڪري ٿو جولاءِ جي آخر ۾ ميوو پچندو اٿس. ڪن حڪيمن جو خيال آهي ته هن جو اندريون مغز دل ۽ دماغ کي قوت ڏيندڙ بدن کي ٿلهو ڪندڙ ۽ معدي جا ڪينئان ماريندڙ آهي. هن جو تيل سنڌن جي سور ۽ عضون جي سوڄ ٺارڻ لاءِ مفيد آهي. اکڙوٽ وڻ مان عمارتي ڪاٺ ملندو آهي، جنهن مان تمام سٺو ۽ مضبوط فرنيچر ٺهندو آهي. اکڙوٽ جو وڻ 65 فوٽ کن اوچو ٿيندو آهي. هن وڻ جي ڇوڏي کي سنڌ ۾ "مساڳ" چوندا آهن، جيڪو ڏند صاف ڪرڻ ۾ ڪم ايندو آهي. اکڙوٽ جو تيل جابلو ماڻهو رڌ پچاءِ ۾ به ڪم آڻيندا آهن. اکڙوٽ جا ٻه قسم آهن: ڪاغذي اکڙوٽ ۽ ڪاٺي اکڙوٽ.

**اکڙِي**: گذريل صديءَ جي شروعات تائين سنڌ ۾ برقعي جو رواج نه هو. تهنڪري عورتون، پردي پوشيءَ لاءِ، سڄي جسم کي چادر يا اجرڪ سان اهڙيءَ طرح ويڙهينديون هيون جو هٿ يا پير به نه ڏسجن. ڏسڻ لاءِ فقط اکيون کُليل رکنديون هيون. اهڙيءَ طرح پردي پوشيءَ کي "اکڙي" ڪيڻ يا ويڙهڻ چيو ويندو هو اجا تائين سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي اکڙيءَ جو رواج آهي. جوڪُنڊي پرت کي به "اکڙي" چوندا آهن.

**اکڙيون اجايون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مشهور استاد ۽ ڪهاڻيڪار محمد دائود بلوچ جي ڪهاڻين جو ڪتاب آهي. ڪرائون سائيز واري هن

ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 113 صفحا ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڄاڻايل آهي، ڇاپو پهريون، سهڻي پبليڪيشن، سنڌ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ شايع ٿيو.

**اڪرُيون اوجاڳيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شعبان بخت جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ 100 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا 4 آنا ڄاڻايل آهي، ڇاپو پهريون، العوام نشر واشاعت، ڪشمور طرفان، ڪوهنور پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان، سال 1965ع ۾ ڇپيو.

**اڪرُيون ڏيل ڏيئا** (ڪتاب): نوجوان شاعر عامر سيال جو شعري مجموعو جنهن ۾ بيت، وايون، غزل، ٽه سٽا، چهه سٽا ۽ نظم شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ايوب کوسي لکيو آهي. 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا رکيل آهي. هن جو پهريون ڇاپو ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد پاران 2008ع ۾ ڇپيو آهي.

**اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا**: ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ، جيڪي نوجوان سنڌي اديب ۽ شاعر، حالتن جو شڪار ٿي، هند وڃي آباد ٿيا، تہ کين سنڌي ٻولي ۽ ادب کي اتي قائم ۽ سلامت رکڻ جو خيال ٿيو اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان چاهه رکندڙ نوجوان اديبن، ڪلاڪارن/ فنڪارن ۽ سنڌيت جي حامين 1957ع ڌاري پاڻ ۾ گڏ ٿي، ڪل هند سطح جي هڪ ادبي تنظيم "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" قائم ڪئي، جنهن سنڌي اديبن ۽ فنڪارن، عالمن، تعليمدانن ۽ دانشورن کي هڪ گڏيل پليٽ فارم مهيا ڪيو.

هيءَ سڀا گذريل 52 سالن 2009-1957ع کان سنڌي ٻولي، ادب، ڪلا (فن) ۽ ثقافت جي واڌاري لاءِ لڳاتار پاڻ پتوڙيندي پئي اچي. هندستاني آئين جي اٺين شيڊيول ۾ سنڌي ٻوليءَ کي شامل ڪرائڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي عربي لپي (سنڌي لپي) قائم رکڻ لاءِ سڀا پاران دهليءَ ۾ پارليامينٽ جي سامهون ٻاونجاهہ اديبن (الف. ب جي پٽيءَ جي 52 اکرن جي علامتي روپ ۾) بک هڙتال ڪئي. جيتي جند کي سچي هندستان ۾ وسندڙ سنڌين جي اتحاد جو ڏينهن جيتي چنڊ "سنڌيت جو ڏينهن" ڪري ملهائڻ جي ابتدا بہ هن سڀائي ڪئي. ان کان سواءِ




سڀا پاران وقت بہ وقت ڀارت جي جدا جدا شهرن ۾ "ڪل ڀارت سنڌي ليکڪ سيمينار ۽ مشاعرا" ڪوٺايا ويندا آهن. ان سان گڏ ناٽڪن، سنڌي موسيقيءَ، سنڌي لوڪ ناچ وغيره جا پروگرام ۽ ميلا پڻ لڳايا ويندا آهن.

سنڌي ادب، ڪلا، سنگيت، ناچ، ناٽڪ، اخبار نويسي، تعليم، سنڌيت، مصوري/ چترڪاري، سنڌي ٻولي بچائڻ ۽ پڙهائڻ جي ميدان ۾ بهترين ڪارڪردگي ڏيکاريندڙ شخصيتن کي سڀا پاران هر سال همت افزائيءَ ۽ مڃتا طور هڪ پنجاهہ هزار رپين جو، اٺ پنجويهہ، پنجويهہ هزار رپين جا ۽ چار، يارهن يارهن هزارن جا انعام ڏنا ويندا آهن. سڀا طرفان موهن جي دڙي جي تهذيب کان وٺي، لڏپلاڻ سميت، موجوده دور جي سنڌي برادريءَ کان وٺي، لڏ پلاڻ سميت، موجوده دور جي سنڌي برادريءَ جي ساک ۽ بلندي ڏيکاريندڙ هڪ "سنگيت ناٽڪ ترتيب ڏنائين"، "سنڌو ڌارا" نالي تيار ڪرائي ويئي آهي. جنهن پراجيڪٽ تي سڀا ڏيڍ ڪروڙ رپيا مشهور سنڌي ڊانسر / نرتڪي نيلا سندر کي مالي مدد طور ڏنا. جنهن وقت تائين 18 شهرن ۾ اهو ڏيکاريو پيش ڪيو آهي. 2009ع کان "سنڌي ڀڳت" کي همٿائڻ لاءِ 25000 رپين جو انعام محترم مور جمل منگهناڻيءَ ڏيئيءَ واري ڏنو آهي.

اکل ڀارت سنڌي سڀا جو 18 سالن تائين ڪيرت ٻاٻاڻي صدر رهي چڪو آهي. ان کان سواءِ ان جي صورت ۾ سيڪريٽرين ۽ اهم ميمبرن ۾ اي. جي. اتم، گوبند مالهي، موتي پرڪاش، ڪرشن راهي، موهن ڪلپنا، پوپٽي هيرانندائي، ٽيڪچند مست، واسديو نرمل، موهن گيهاڻي، لڇمڻ ڪومل ۽ ٻيا نالي وارا اديب رهي چڪا آهن.

مارچ 2009ع ۾ جئسلمير ۾ ٿيل 'ليکڪ ڪنوينشن' ۾ سندر اگناڻيءَ کي ايندڙ ٽن سالن لاءِ يڪراءِ سڀا جو صدر چونڊيو ويو آهي. سڀا جي موڙ ۾ هڪ هيو سونهن پريو ڪنپ اهو بہ لکيو آهي تہ سڀا جي صدر سندر اگناڻيءَ کي سنڌي تشخص، ثقافت ۽ سنڌي حقن جي هلچل ۾ بهترين ڪردار ادا ڪرڻ تي ڪيس "جي. ايم. سيد ميموريل اوارڊ 2008ع" ڏنو ويو آهي. جيڪو اوارڊ هن کان اڳ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ کي پڻ ورلڊ سنڌي ڪانگريس طرفان ڏنو ويو هو.

هن سڀا 1982ع کان اج تائين ڪيترن اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن کي اوارڊ ۽ روڪ انعام ڏنا آهن. انعام حاصل ڪندڙن ۾ پوپٽي هيرانندائي، موهن ڪلپنا، ڪيرت ٻاٻاڻي، اندر پوجواڻي، سندري اتمچنداڻي، موتي پرڪاش، گورڌن ڀارتي، ايشور چندر، هري همٿاڻي، تارا ميرچنداڻي، ڪلاپرڪاش، ارجن سڪايل، نارائڻ ڀارتي، واسديو نرمل، پرم ابچنداڻي، ڊاڪٽر ستيش روهڙا، ڀڳوان چاولا، انيلا سندر، مدن جماڻي، ڪملا ڪيسواڻي، مهيش چندر، اماڻالا، اي.جي.اتم، ڊاڪٽر پر سوگدواڻي ۽ رام بخشاڻي، جهمون ڇگاڻي، هيرو ٺڪر ومي سدار رنگاڻي ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. هي اوارڊ ادب، ثقافت، سنڌيت، فن، تعليم، چترڪاري، ناچ، ڀڳت وغيره جي ميدانن ۾ ڏنا ويندا آهن.

تازو ڪجهہ سالن کان سنڌ جي اديبن ۽ فنڪارن کي بہ اوارڊ ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، ان ڏس ۾ محمد ابراهيم جويي، امر جليل، عطيہ دائود، ولي رام ولڀ، شفيع فقير ۽ برڪت ڀٽ (فنڪار) کي اوارڊ ڏنا ويا آهن.

**اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهتيہ** (رسالو): سال 1986ع ۾ هندستان مان شايع ٿيندڙ هڪ مخزن، جنهن ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جوڙجڪ ۽ واڌ ويجهہ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌي تعليم ۽ ثقافت جي عڪاسي ۽ نمائندگي ڪئي. هي مخزن "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" پاران جاري ٿيندو هو.

**اکوٺو**: ضلعي ميرپورخاص، تعلقي ڊگهڙيءَ جي هڪ ديهہ جو نالو.

**آڪياڙي**: اکين تي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو، اُٺ يا ڏڳي کي نار، هرلي يا گهاڻي ۾ وهائڻ لاءِ ان جون اکيون ٻڌڻ ضروري هونديون آهن. چوڻ انهن ۾ وهندڙ جانور کي فطرت جي خلاف گول ڦرڻو هوندو آهي جي سندس اکيون کليل هونديون تہ اهو جانور گول ڦرڻ بدران فطري طور تي سامهون سڌو هلڻ شروع ڪندو. جنهنڪري نار، هرلو يا گهاڻو ڦري ڪونہ سگهندو. پر جي وهٽ جون اکيون ٻڌل هونديون آهن تہ پوءِ هو جيتوڻيڪ ڦرندو تہ گولائيءَ ۾ پيو آهي، پر اکين ٻڌل هئڻ جي حالت ۾ سمجهندو ائين آهي تہ سڌو ۽ سامهون پيو هلان. اها گول ڦرڻ واري چال جانور کي ڌاڍي ڏکي لڳندي آهي ۽ هو جلد ئي ٿڪجي بيزار ٿي پوندو آهي.

**آڪيراڄ**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ 8 ڳوٺ آباد آهن. "اکيراڄ" جي نالي سان پڻ هڪ ڳوٺ انهن ۾ شامل آهي، هتي پرائمري اسڪول بہ موجود آهي.

**اکين ۾ الماس** (ڪتاب): سنڌي شاعريءَ ۾ غزل جي منفرد لهجي واري ۽ پهرينءَ صف جي شاعر وفا ناٿن شاهيءَ جي غزلن جو هي پهريون مجموعو. ساگر ڪميونيڪيشنز، ميرپورخاص پاران. ساگر سجيڏني دل، جنوري 2000ع ۾. ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل نامياري مصور عبدالرسول عباسيءَ جو ٺاهيل آهي. هن ڊيمي سائيز جي 288 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي. وفا جي شاعريءَ جي هن مجموعي ۾ سنڌس 241 خوبصورت غزل شامل آهن.




**اکيو**: شاديءَ جي هڪ رسم ۾ اکين تي ٻڌڻ جو هڪ خوبصورت نقاب. شاديءَ کان اڳ ڪنوار ونواهہ. ونواهہ يا وَنَهَہ ۾ ويهندي آهي. ڏينهن جو تعداد ڪن هنڌن تي ست مقرر آهي، ڪن هنڌن پنج ۽ مجبوريءَ جي حالت ۾ ڪنوار تي يا چار ڏينهن به ونواهہ ۾ ويهندي آهي.

ونواهہ ۾ ويٺل ڪنوار کي ٻي تڪسان سان گڏ منهن تي اکيو ٻڌڻ ضروري هوندو آهي. انهيءَ جو مقصد اهو آهي تہ شاديءَ کان اڳ ڪو بہ مرد ماڻهو توڙي ڌاري عورت اکيو ٻڌل ڪنوار جو منهن نہ ڏسي سگهي.

اکيو ڳاڙهي حلوالڻ جي ڪپڙي مان ٺهندو آهي. ڪن هنڌن اکيو سادي ڳاڙهي ڪپڙي جي ٽڪر مان ٺهي، تہ ڪن هنڌن اکيو زريءَ سان پرت پريل ٺاهين. لاڙ ۾ ان کي 'وناهہ' بہ چون ٿا.

**اکيون** (ڪتاب): هن نالي سان ڊاڪٽر هر نام داس جو انگريزيءَ ۾ لکيل هڪ ڪتاب، جنهن جو هاسي مل تلوڪچند جڳتياڻيءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ اسڪائي پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيو. اکين ۽ ان جي نظر کي ڪيئن قائم رکجي، ان بابت ڪي ڳالهيون ۽ قاعدا هن ڪتاب ۾ بيان ڪيا ويا آهن. اهي ڳالهيون اسين پنهنجي ڌيان ۾ رکي اکين جي مختلف بيمارين کان بچي سگهون ٿا. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، بلڪوتسڪي پريس، حيدرآباد مان 1927ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ 128 صفحا آهن.

**اکيون آرسيون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نسيم احمد ڪرل جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 94 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سهڻي پبليڪيشن، حيدرآباد سال 1968ع ۾ ڇپايو.

**اکيُون آلا چنڊ** (ڪتاب): هي لاڙڪاڻي جي نوجوان شاعر محمد علي پٺاڻ جي نثري نظم جو پهريون مجموعو آهي، جيڪو ڊسمبر 1988ع ۾ سنڌي ادبي سنگت شاخ بکي، تعلقي ڏوڪريءَ جي سيڪريٽري هدايت منگيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. شاعر پنهنجي ڪتاب جو انتساب پنهنجي امڙ جي نالي ڪيو هو. هن ڪتاب تي تفصيلي مهاڳ 'سوز جي سفر' جي عنوان سان انور پيرزادي لکيو آهي. شاعر جي سڃاڻپ مشهور ڪهاڻيڪار رزاق مهر ڪرائي آهي. ڪراڤن سائيز جي هن ڪتاب جا 120 صفحا ۽ قيمت 10 روپيا رکيل آهي.

**اکيون ميگهہ ملار** (ڪتاب): سنڌ جي نامياري شاعر 'بردي سنڌيءَ' جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو، جيڪو 1961ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، نوابشاهہ جي سيڪريٽري منظور حسين قريشيءَ، سنگت پبليڪيشن، نوابشاهہ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو هو ۽ 92 صفحن جي هن مختصر شعري مجموعي جي قيمت ڏيڍ رپيو رکي وئي هئي، جيڪو اسلاميہ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپيو. هن ڪتاب ۾ بردي جا گيت، ڪافيون، وايون، نظم، بيت، دوها ۽ قطعا شامل آهن ۽ ان جي ترتيب نامياري شاعر شمشيرالحيدريءَ ڏني آهي. هن مختصر شعري مجموعي جو تعارف سنڌ جي ٻن عظيم شاعرن شيخ اياز ۽ تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي. شيخ اياز لکيو آهي تہ 'بردي جي شاعري ڏسي مون کي بلڙيءَ واري جي دوهي جي پهرين سٽ ياد ايندي آهي: 'ٻاٽياريءَ سر ڀڙو' - ۽ تنوير عباسيءَ بردي جي گيتن کي 'جيئرا جاڳندا گيت' سڏيو آهي.

**اَگر بَتِي**: هڪ قسم جي وڻ جي خوشبوءِ دار ڪاٺي، جيڪا ٻارڻ سان خوشبوءِ ڏيندي آهي، عام طرح ماڻهو اگربتي درگاهن، مزارن، قبرن ۽ گهرن ۾ خوشبوءِ لاءِ ٻاريندا آهن. سنڌ ۾ جابلو ايراضيءَ ۾ اگر جا ننڍا ننڍا ٻوٽا ٿيندا آهن. پر انهن ۾ ڪا خاص خوشبوءِ ڪانہ هوندي آهي. هن ڪاٺيءَ کي "اگر" بہ چيو وڃي ٿو.

**اگني**: ويدن جي زماني جو مشهور ديوتا، جيڪو آسمان ۾ سج جي شڪل ۾، هوا ۾ وِڄ جي روپ ۾ ۽ زمين تي باهہ جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. هندو مختلف موقعن تي باهہ ٻاري هن جي پوڄا ڪندا آهن ۽ هن ئي ديوتا جي نسبت باهہ کي متبرڪ سمجهندا آهن.

چيو وڃي ٿو تہ هيءَ ديوتا ٻن ڪاٺين جي پاڻ ۾ گِهڻ سان پيدا ٿيو هو ڪن جو خيال آهي تہ هو برهما جو پٽ هو جيڪو آسمان، فضا، پاڻيءَ ۽ ڌرتيءَ تي رهندو هو. اگني ديوتا جون هزارين اکيون آهن، جن سان پوڄا ڪندڙن کي ڏسندو آهي.

**اگور ندي**: اگور ندي هنگول جوئي ٻيو نالو آهي. هنگلاج مندر ويندڙ ياترين کي 'اگوري' چوندا آهن جيئن لاهوت ويندڙن کي 'لاهوتي' چئبو آهي. ياتري هتي خاص پوڄائون ڪندا آهن. هتي (اگور نديءَ تي) ياترا لاءِ آيل بيواهہ عورتون پنهنجا مٿا ڪوڙائين ٿيون. انهن سان گڏ مرد ۽ ڇوڪرا بہ مٿا ڪوڙائين ٿا. هن رسم کي "پدر" سڏجي ٿو. شادي شده عورتون ان رسم کان آجيون آهن. جڏهن تہ مرد ياتري ڏاڙهيون مڇون بہ ڪوڙائيندا آهن. بليموريا بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي آهي. هتي ئي جٽين يا سڳا ٻڌڻ جي رسم ٿيندي آهي. جٽيو، هندوڌرم جي 17 سنسڪارن مان هڪ آهي. سنڌن تشريح موجب جٽئي جي ٽن ڌاڳن ۾ ايشور سمايل آهي. ان ڪري براهمڻ هتان جٽيا پارائي هر ٻار کي علم پرائڻ لاءِ وهاريو وڃي ٿو هيءَ رسم، اصل ۾ ٻار کي هندو ڌرم ۾ باقاعدي شامل ڪرڻ آهي. ان ڪانپوءِ هنگلاج جا ياتري ورت رکي آسا پورا لاءِ روانا ٿين ٿا. هتان سامان ترڪن تان لاهي ان تي رکيو ويندو آهي ۽ آساپورا تي لاهبو آهي. هيءَ فاصلو 8 ميل ڪن آهي. آسا پورا کان اڳتي ڏکي واٽ سبب اٺ وڃي نہ سگهندا آهن. پر روايت موجب اٺ اتان اڳتي ان ڪري نہ وڃي سگهندا آهن، جو ان پوتر ماڳ تي هلڻ سان انن جا پير سڄي پوندا آهن.

**اڳتي قدم** (رسالو): سنڌ جي مشهور شاعر شيخ اياز، شڪارپور شهر مان سال 1947ع ۾ هڪ ماهوار رسالو "اڳتي قدم" جاري ڪيو، جنهن ۾ هن ترقي پسند تحريڪ جي اثر هيٺ سنڌي ادب جو سگهارو تصور پيش ڪيو. "اڳتي قدم" جو پهريون پرچو آگسٽ 1947ع ۾ موتي پرنٽنگ پريس، ٿاڻارا محلي، شڪارپور مان ڇپجي پڌرو ٿيو هو. "اڳتي قدم" پهريون سنڌي رسالو هو جو تعميري ۽ ترقي پسند ادب جي بنيادي نڪتي تي تنقيد ۽ تنقيد جي جديد قدرن کي پنهنجن صفحن ۾ سمائي نروار ٿيو ان ۾ شامل شاعريءَ، ڪهاڻين ۽ ٻين لکڻين تي باقاعدي ايڊيٽر پاران تنقيدي راءِ ڏني ويندي هئي. "اڳتي قدم" جو ٻيو پرچو، سيپٽمبر 1947ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ ڪهاڻيون ۽ شاعري شامل هئي. ان جو ٽيون پرچو، آڪٽوبر 1947ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ ٻڻ ساڳئي انداز جو مواد شامل هو. "اڳتي قدم" رسالي جاري ڪرڻ وقت شيخ اياز جي عمر 24 ورهيہ هئي. رسالي تي شيخ اياز جي قابليت ۽

صلاحيتن جي ڇاپ نمايان نظر اچي ٿي. ورهاڱي جي ڏک شيخ اياز کي به متاثر ڪيو. سندس ساٿي ساڃهه وند هندو اديب ڀارت لڏي ويا. نتيجي طور ٻين اشاعتي ادارن وانگر هي رسالو "اڳتي قدم" به بند ٿي ويو پر هن رسالي جي تخليقن جا سنڌي ادب تي تمام وڏا اثر رهيا آهن. 'اڳتي قدم' جي ٽنهي پرچن کي گڏي، ساڳئي نالي سان ڊيمي سائيز ڪتابي صورت ۾ محمد ابراهيم جويي صاحب 2001ع ۾ شيخ اياز فائونڊيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن 192 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 60 رپيا رکي وئي آهي.

1980ع واري ڏهاڪي ۾ حيدرآباد مان مشهور اديب مدد علي سنڌيءَ پڻ 'اڳتي قدم' جي نالي سان رسالي جا ڪيترائي شمارا شايع ڪيا.

**اڳتي قدم**[2] (ڪتاب): سنڌ جي نامور ترقي پسند ڪهاڻيڪار ۽ اديب گوبند مالهيءَ جي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو پڻ 'اڳتي قدم' جي نالي سان اپريل 1986ع ۾، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن الهاس نگر (ڀارت) پاران، نارائڻ ڀارتيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ مالهيءَ جون 10 ڪهاڻيون شامل آهن. هي سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن پاران مالهيءَ جي ڪهاڻين جو ڇپايل ٻيو مجموعو آهي. سندس پهريون مجموعو 'اها به آڪاڻي آ' نالي سان ڇپايو ويو هو. 'اڳتي قدم'، ڪرائون سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 10 رپيا رکيل آهي.

**اَڳَڻُ**: سٿڻ يا شلوار کي چيلهه ۾ قابو ٻڌڻ واري پٽي. جيڪا پٽهڙ هجي يا ڄاريءَ جي ٺهيل هجي. اڳڻ سٿڻ جي اُبداڻي ۾ پوندو آهي. اڳڻ کي "ناڙو" ۽ "ازاربند" به چوندا آهن.

اڳڻ اڻڻ جو هنر سنڌ جي گهرو هنرن ۾ شامل ٿئي ٿو. جيڪو اڳاٽي دؤر کان هلندو اچي ٿو. اڳڻ ناهڻ لاءِ خاص قسم جو فريم ٺهي، جنهن کي "ڪارچوب" يا "ڪارب" سڏين. جيڪو وڏين اُڀين پٽين ۽ ٽن ننڍين پاسيرين پٽين تي ٺهيل هوندو آهي. اُڀين پٽين تي وري مٿي کان پنج ست سوراخ ٿين، جيڪي اڳڻ جي ڊيگهه جي ماپ لاءِ گهٽ وڌ ڪيا ويندا آهن. انهن سوراخن ۾ وري ڪليون پونديون آهن. جيئن ماپ پوري ٿئي. اڳڻ ناهڻ لاءِ سر يا ڪاني جون تيليون پڻ استعمال ٿين. اڳڻ ناهڻ کان اڳ زمين ۾ ڪليون ڪوڙي تاجي ڪڍبي آهي، پوءِ ڪارب تي چاڙهي اُڻت ڪبي آهي. اڻت اُبتي ۽ سبتي وَرَ تي ٿئي. اڻت لسي به ٿئي ته نمونن تي پڻ ٿئي. اڳڻ، سُٽ، ڪشميري، پشم ۽ ريشم جي ڌاڳن مان ٺهندا آهن. اڳڻن جي ڪارب تان لهڻ کان پوءِ پلوَ جي ٻڌڻي ٿئي. اڳڻ جا پَلوَ موتين، ستارن، ٽِڪُن، جهاٻن جهوڙن، ٽؤنرن، منڊين، لالن وغيره سان به ٻڌجن. پر ڪي سادا پَلو ڳنڍين ۽ ميندين تي اُنهيءَ رنگ ۽ انهيءَ ڌاڳي سان ٻڌجن، جن جو اڳڻ ٺهيل هوندو آهي. اڳڻ پڙي جي ڏيج ۾ خاص ڪري ڏنا وڃن ٿا. گهوٽ پاران اڳڻ، سگهڻون، رومال وغيره، هڪ ٽوال ۾ ٽاڪي ڏين، جنهن کي 'بازار' ڪوٺين. اڳڻ گهريلو صنعت طور ناڻي ڪمائڻ لاءِ پڻ عورتون توڙي مرد واندڪائيءَ ۾ گهر ۾ ويهي ناهين ۽ پوءِ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ دڪاندارن کي اُهي پهچايو ڏين. ميلن ۾ ته اڳڻن جا ڪوڙ سارا نمونا لڙندا لمندا نظر ايندا آهن. ميلي تي وڃڻ لاءِ اڱواڻ ٿي ٻهراڙيءَ جون عورتون پنهنجن مردن لاءِ نهايت سهڻن پلاندن جي ٻَڌ وارا اڳڻ ناهين. جيڪي مرد وري قميص کان هيٺ لڙڪائي هلن. سٿڻ ۾ اڳڻ وجهڻ واري ڪاٺيءَ کي اڳڻ وجهڻي چون.

اڳڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ اصطلاحي لحاظ کان تمام گهڻي اهميت رکي ٿو جنهن ۾ سماجي روين جي پرک پوي ٿي: جيئن ته: "اڳڻ جو سڱ هڻڻ (ساهُرن سان مائٽي هڻڻ)، "اڳڻ جو ور" (شاديءَ جي ذريعي مائٽيءَ جو رستو ڳنڍڻ). "اڳڻ ڇوڙي ويهڻ" (همت هارڻ، گيدي ٿيڻ، مايوس ٿي ويهي رهڻ) وغيره.

امير ماڻهن وٽ چانديءَ جون اڳڻ وجهڻيون هونديون آهن. شاديءَ وقت گهوٽ ۽ ڪنوار کي اڳڻ وجهڻي ڏاجي ۾ ڏيندا آهن. موجوده دور ۾ پلاسٽڪ مان به اڳڻ وجهڻيون ٺهنديون آهن.

**اڳڙا**: ٽالپرن جي باگراڻي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. انهيءَ پاڙي جي نالي سان خيرپور ۾ هڪ ڳوٺ به آهي، جتي سنڌ جي مشهور ڪلاسيڪي شاعر ۽ سچل جي فقير نانڪ يوسف جي مزار آهي.

**اڳوٺي ڪاروباري ڏُر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گورڌني مل بختراءِ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا آهن. واڌومل ٽي. ڪيسواڻيءَ، هيءُ ڪتاب ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1945ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اَڳهه**: هڪ قسم جي بلا جيڪا فقط ٿر ۾ ٿئي. سنڌ جي ڪاري ۽ لاڙ واري حصي ۾ ان کي "ارڙ بلا" چئجي ٿو هيءَ بلا تمام ٿلهي ۽ ايتري ڳري ٿيندي آهي جو مشڪل سان هلي يا رڙهي سگهندي آهي. چرندي وقت اهڙو ته زورائتو آواز ڪندي آهي، جيڪو ڳچ پنڌ تي سُوساٽ جي صورت ۾ ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هيءَ هلي يا ڊوڙي چڪ هڻي نه سگهندي آهي، باقي جيڪڏهن اوچتو ڪنهن جو پير مٿان پيس يا ويجهو ٿي لنگهيو ته اُن کي چڪي وجهندي آهي.

**اڳي ائين هياس** (ڪتاب): سنڌ جي نالي واري اديب فضل احمد بچاڻيءَ جي يادگيرين تي ٻڌل هيءَ ڪتاب، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، ٻن ڀاڱن ۾، 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. پهرئين ڀاڱي جي قيمت 20 رپيا ۽ ٻئي ڀاڱي جي قيمت 25 رپيا آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل نامياري مصور علي اڪبر ٺاهيو آهي.

**اگهاڙا آواز** (ڪتاب): سنڌ ۽ هند جي مشهور شاعر هريڪانت جي ڪويتائن جو مجموعو. ڊيمي سائيز جي 76 صفحن تي مشتمل 'اگهاڙا آواز' جي نالي سان 1981ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 15 رپيا آهي، جيڪو رتن آڏواڻيءَ، نئين دهليءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. جيڪو مهروان مامتاڻيءَ جي چترن سان سينگاريل آهي. 'اگهاڙا آواز' ۾ نئين ڪويتا نهايت بيباڪيءَ سان لکي، معاشري کي ننگو ڪيو ويو آهي.

**اگهاماٽو/ اگهم ڪوٽ**: دڙن ۽ قبرستان تي مشتمل هي ماڳ حيدرآباد کان 25 ميل ڏکڻ اوڀر طرف، تعلقي ماتلي ۾ چمبڙ کان چار ميل پري ڏکڻ ۾ غلام علي روڊ کان ٽي فرلانگ اولهه طرف. بدين ضلعي ۾ آهي. هي ماڳ هندو دور ۾ اوج تي هو. اتر $25^\circ13'50''$ ۽ اوڀر $68^\circ46'20''$ درجا آهي. هن وقت شهر جا دڙا ۽ قبرستان به سؤ کن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهن. راجا اگهم، راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ سهيرس جي دور ۾ لوهاڻي پرڳڻي جو حاڪم هو. تنهن ڪري اهو ماڳ اگهم لوهاڻي جي نالي پويان سڏجي ٿو. تاريخ موجب اگهم چچ جي تعبيداري قبول نه ڪئي هئي. شاهي فوج سان پڄي نه سگهيو ۽ قلعي ۾ آخري پساهه کنيائين. عربن جي وقت هي شهر پنهنجي اوج تي هو. محمد بن قاسم به هن شهر کي فتح ڪيو. هن شهر جي تباهيءَ جا ڪارڻ معلوم ناهن. پر نادرشاهه جي حملن ۽ سنڌو وهڪري جي ڦيرگهير جو هٿ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. قبرستان ۾ مخدوم محمد اسماعيل سومري جو مقبرو اهم آهي. شاهه محمد سهروردي، اسلم شاهه، اشرف شاهه قادري جي قبرن کان سواءِ تحفة الڪرام ۾ جنهن شيخ اسحاق بن سلطان بن بهلول قادريءَ جو ذڪر ٿيل آهي، جيڪو حضرت عبدالقادر جيلاني رحه جي اولاد مان هو ان جي قبر پڻ هتي آهي. مخدوم محمد اسماعيل جي مقبري جي ڏکڻ ۾ ته- قبائين مسجد جا ڪنڊر ملن ٿا. ڪجهه ماپون هن ريت آهن. مسجد 40x15 فوٽ،

صفي جي ڏاکڻي پٽ پڇڙ آهي. مسجد جو ورانڊو 12 فوٽ ڪن ويڪرو ۽ مسجد جي دروازي تي هڪ ڪتبي هجڻ جا نشان آهن. جيڪو فارسيءَ ۾ لکيل آهي. مسجد ٺهڻ جو سن 647 هه ڏنل آهي. جڏهن ته مخدوم محمد اسماعيل جن جي وفات جو سن 998 هه آهي. معنيٰ مخدوم صاحب جي وفات کان ٻه ٽي سؤ سال اڳ جي تعمير ٿيل آهي. مخدوم اسماعيل جي مقبري جي اتر طرف مخدوم پير حسين شاهه جي چوڪنڊي آهي. سڀ مزارون خسته حالت آهن. دڙي تي ڪا به کوٽائي ڪانه ٿي آهي. کوٽائي ڪجي ته معلوم ٿئي.

**اکھاماٽي تڙ/ بندر**: دادو ڪئنال جي اوير ۾ تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ڳوٺ هن نالي سان موجود آهي، جيڪو اڳاٽي زماني ۾ سنڌو درياهه جو مشهور بندر هو. هن بندر تان تيلي ٻج، مڱ، رانهان، مٽر، چڻا، ڪپهه، نيرو ۽ اناج وغيره ٻاهر ويندو هو. سنڌ جي ٻين بندرن وانگي سچو گيهه هتان کان ٻاهر موڪليو ويندو هو. هي بندر سِمن جي صاحبيءَ ۾ ختم ٿي ويو ۽ هاڻي هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ آباد آهي.

**اکهم**: هڪ ذات جو نالو. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**اکهم راجا**: اکهم راجا، راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ سهيرس پٽ راءِ سهاسيءَ جي دور ۾، سنڌ جي ڏاکڻي حصي "لوهاڻي پرڳڻي" جو حاڪم هو سندس گاديءَ جو هنڌ برهمڻ آباد هو. چچ، راءِ سهيرس کان حڪومت هٿ ڪرڻ بعد سيوستان کان ٿيندو، جڏهن لوهاڻي پرڳڻي پهتو ته اتي راجا اکهم کان پنهنجي تابعداريءَ جي گهر ڪيائين. راجا اکهم، هڪ مڪار ۽ فريبي حاڪم جي تابعداريءَ بدران، جنگ کي ترجيح ڏني، اهڙيءَ طرح اها جنگ هڪ سال تائين هلندي رهي. جنگ جي آخر ۾ اکهم، لوهاڻي پرڳڻي پهتو. اکهم لوهاڻي قلعي بندي ڪئي ۽ ان قلعي بنديءَ واري وقت ۾ پاڻ مري ويو جڏهن ته ڪانئس پوءِ سندس پٽ کي گاديءَ تي ويهاريو ويو جنهن چچ جي تابعداري قبول ڪئي.

**اکهيم**: سنڌ جي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**اکهيماٽي**: تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو. جنهن ۾ 9 ڳوٺ آباد آهن.

**اگارو**: هفتي جو ٽيون ڏينهن جنهن کي هندو منگلوار چون. اگارو هڪ قديم سنڌي لفظ آهي. ان سان ملندڙ لفظ هندستان جي ٻين ٻولين جي قديم ادب مان به مليا آهن. جيئن راجستانيءَ ۾ "آگري وار"، مرهٽيءَ ۾ "آگاروار" ۽ پراچين مهاراشٽر ۾ "انگاره وار". جيڪو ان ٻوليءَ جي ٻه هزار سال پراڻي ڪتاب "ستسئي" ۾ ڪم آيل آهي. سنسڪرت جي مشهور لغت "امر ڪوش" ۾ اهو ساڳيو لفظ "انگارڪ وار" معنيٰ "منگلوار" ڏنل آهي. اگارو هندي لفظ منگل جي برابر آهي. منگل آسمان ۾ نظر ايندڙ ڳاڙهو تارو آهي، جنهن کي 'منگل ديوتا' جي حيثيت حاصل آهي. اهوئي تارو قديم يونان ۽ روم جو "Mars" (ديوتا) آهي.

**اگاريا**: هي بلوچن جو قبيلو ۽ ذات آهي ۽ لس ٻيلي جي قبيلن مان تعداد ۾ سيني کان وڏو قبيلو آهي. لاڪڙي ۽ لياري جي علائقن ۾ 'لاڪڙو'، 'هاڙهو'، 'ٻهار'، 'ڏگهو'، 'ڪڙڪيرو'، 'ڦور' ۽ 'هگور' اگارين جون خاص بستيون آهن. اگارين مان هڪڙا "ذڪري" فرقي ۾ شامل آهن ۽ ٻيا سُني مسلمان آهن. 'راڻا' سندن سردار گهر آهن.

اگاريا ڪلمتي بلوچن جو قبيلو آهي. سندن وڏو مَلڪ طوطو ڪرمتي هو، جنهن کي ٻه پٽ ٿيا، راڻو ۽ سومار. راڻي جو اولاد، جيڪو سنڌ ۾ سڪونت پذير آهي، سو پڻ ٻهريائين لس ۾ رهندو هو. لس جي هيٺئين پاڳي ۾ "گهاڙيون" يا پٿر جون چٽن گلن واريون قبرون ڪلمتي بلوچن جي قبيلي جي اڳاڻين ستين جون يادگار آهن. اڪثر گهاڙين تي بلوچ بهادرن جا نالا ۽ گهوڙا اڪريل آهن. راڻي جي اولاد مان سنڌ ۾ 'مَلڪ' آهن. جيڪي ميرپورساڪري جي 'راڄ ملڪ' ۾ رهن ٿا ۽ ٻيا جاتيءَ وارا ملڪ آهن. جيڪي جت قبيلن جا سردار آهن.

**الاتان** (Ullatan): هيءَ ٻولي ڪاتان (Katan)، ڪاتولان (Kattulan) ۽ الادان (Ulladan) جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي. دراوڙي اصل نسل جي ٻولي آهي.

هيءَ ٻولي هندوستان جي ڪيرالا، پالاڪڊ، تري پورا وغيره ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1991ع جي رپورٽ موجب هن جا 14850 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هيءَ ٻولي دراوڙي، اٺ ورچيل خاندان مان آهي. هي ٻولي لکت ۾ ڪانه آهي. هي ماڻهو گهڻو ڪري ملايالم ٻولي ڳالهائين. گهرن ۾ الاتان ڪن ٻي ٻولي به ملايالم پڙهن. ان ۾ سنڌن تعليم جي شرح 67 سيڪڙو آهي. پولادن ۽ ڪوچو (Kochu) هندستان جا قبيلا آهن. جن جي هيءَ مادري ٻولي آهي. ڪن محققن جو خيال آهي ته ملايام هنن جي مادري ٻولي آهي. هي لوڪ جانورن جي سجاوٽ جو سامان ٺاهين، نوڪري ڪن، مزدوري ڪن. هي مذهبي طور هندو آهن.

**الادويات تحمة المعروف فرهنگ جعفري**(ڪتاب): هيءَ ڪتاب حڪيم محمد حسين جعفريءَ جو لکيل آهي. هن ڊبل جهازي سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 230 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڇاپيل آهن. مولوي محمد عظيم اينڊ سنز شڪارپور، دين محمد پريس، لاهور مان سال 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**الاسلام** (رسالو): "الاسلام" سنڌي ماهوار رسالو 1913ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيڻ لڳو. هن رسالي کي محمد عبداللطيف ۽ مخدوم محمد صالح پٽني ترتيب ڏيئي، ڪراچيءَ جي محمديه پريس مان شايع ڪرائيندا هئا. هن رسالي ۾ سنڌ جا مشهور اديب ۽ شاعر مضمون لکندا هئا. ڪجهه سال گذرڻ کان پوءِ هيءُ رسالو بند ٿي ويو.

**الاسلام**[2](رسالو): هن نالي سان سلطان ڪوٽ (شڪارپور) مان ماهوار رسالو 1935ع ۾ جاري ٿيو هن رسالي ۾ ديني مواد شايع ٿيندو هو هي رسالو مولانا مفتي محمد صاحبداد "ناصح" ولد خميسي خان جمالي جي نگراني ۾، ۽ "مسلم پرنٽنگ پريس" هاڻي در شڪارپور مان ڇپبو هو هي رسالو 32 کان 40 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز ۾ شايع ٿيندو هو هي رسالو شڪارپور مان شايع ٿيندڙ رسالن ۾ وڏي اهميت رکندو هيو هن رسالي ۾ ڪيترن ئي ديني مسئلن جو تذڪرو ۽ انهن جي موثر حل جو ذڪر ٿيندو هيو هي رسالو 1938ع تائين شايع ٿيندو رهيو ۽ پوءِ بند ٿي ويو.

**الاسماءُ الحسنيٰ**[1](ڪتاب): هيءَ ڪتابڙو رشدالله شاهه جهنڊي واري بزرگ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن. ڇاپو، قيمت ۽ پريس ڇاپيل ناهن. هيءَ ڪتاب مدرسه دارالرشاد بلديه طيبه حيدرآباد طرفان سال 1911ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو تازو ڇاپو فيض محمد سڪندريءَ 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**الاڪائي ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلع ڄامشورو جي تعلقي سيوهڻ ۾ موجود آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو شڪار ٿيندو آهي. فشريز کاتي وارا هن ڍنڍ کي نيلام ڪندا آهن. هي ڍنڍ هاڻي هڪ ڊوري جي شڪل ۾ آهي.

**الانا، جي**: ناميارو شاعر، محقق، سياح، تاجر ۽ تحريڪ پاڪستان جو ممتاز رڪن جي. الانا، 22 جون 1906ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو سندس پورو نالو غلام علي الانا هو سينٽ پيٽرڪس هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان مئٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ، وڪيل تعليم لاءِ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۽ فرگوسن ڪاليج پوني (ڀارت) ۾ پڙهيو. شاگرديءَ واري زماني ۾، تحريڪ پاڪستان ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 20 سالن تائين ڪراچي ميونسپل

ڪارپوريشن جو ميمبر چونڊيو رهيو. 1968ع ۾ ڪراچي ڪارپوريشن جو ميئر مقرر ٿيو. جنهن کان پوءِ ڇهن سالن تائين اسلامي چيمبر آف ڪامرس جو صدر پڻ رهيو. تقريباً 120 بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين ۽ ڪجهه وقت گڏيل قومن جي انساني حقن واري ڪميشن ۾ پاڪستان جو چيئرمئن پڻ رهيو. آغاخان فيڊرل ڪائونسل فار پاڪستان جو سالن تائين صدر رهيو. سندس گهر واري مسز جينوما الانا، سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر ۽ پارليامينٽري سيڪريٽري رهي. جي. الانا جي شاعريءَ جو اردو، بنگالي، گجراتي ۽ انگريزي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. اردوءَ ۾ لکيل سندس سفرنامو ”ديس بديس“ به شايع ٿي چڪو آهي. سندس ٻين تصنيفن ۾ ”قائداعظم اسٽوري آف نيشن“ (انگريزي)، ”Our Freedom Fighters“، ”پاڪستاني شاعري“، ”محبت ڪي مشرقي داستانين“ ”Four Classical Poets of Sindh“ ۽ ”Memories of Prince Ali Khan“ شامل آهن. 78 سالن جي ڄمار ۾ 5 مارچ 1984ع تي وفات ڪيائين.



**الانا، ڊاڪٽر غلام علي:** ڊاڪٽر غلام علي الانا، 15 مارچ 1930ع تي، ڳوٺ ٽنڊو خواجا، تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ غريب هاريءَ الهڏني جي گهر ۾ ڄائو. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ جو پهريون ڊاڪٽر آهي. جنهن ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ جي موضوع تي علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهبريءَ ۾، سال 1971ع ۾ پي. ايڇ. ڊي. لاءِ مقالو مڪمل ڪيو. سندس رهبريءَ ۾ ڪيترن محققن ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتي آهي. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ٽنڊو خواجا ۾ ورتائين. ثانوي تعليم ميرپور بٺوري مڊل اسڪول ۾، ۽ پوءِ اي- وي اسڪول ٽنڊومحمد خان ۽ پوءِ اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان مئٽرڪ ڪيائين. بي.اي آنرس سنڌي ٻوليءَ ۽ علم ادب ۾، 1953ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ايم. اي سنڌي علم و ادب 1955ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.



ڊاڪٽر الانا پاڪستان ۾ پهريون شخص آهي. جنهن علم لسانيات ۽ علم صوتيات ۾ لنڊن يونيورسٽيءَ مان 1963ع ۾ ايم. اي ڪئي.

ڊاڪٽر الانا پنهنجي سڄي زندگي درس ۽ تدريس لاءِ تعليمي ادارن ۾ گذاري. تعليمي ميدان ۾ الانا صاحب پنهنجي خدمت جو آغاز ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جو هڪ استاد جي حيثيت سان ڪيو. 1952ع ۾ اُتي استاد مقرر ٿيو. ۽ پوءِ اتان 1954ع ۾ پهرين گورنمينٽ هاءِ اسڪول نئين ۽ پوءِ سٽي ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. جتي 26 جنوري 1958ع تائين رهيو. تنهن کانپوءِ ڊاڪٽر الانا صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ليڪچرار طور چونڊيو ويو. جتان ترقي ڪندو، 1976ع ۾ ساڳئي شعبي ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. ڊاڪٽر الانا صاحب جولاءِ 1963ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ پوءِ پروفيسر انچارج ٿي رهيو. 6 جنوري 1981ع کان 9 سيپٽمبر 1981ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي آرٽس فئڪلٽي جو ڊين ٿي رهيو. ڊاڪٽر الانا سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي ڊپارٽمينٽ مان سينئر پروفيسر جي حيثيت ۾ 14 مارچ 1990ع ۾ رٽائر ٿيو. 21 جون 1993ع کان وٺي 28 جولاءِ 1995ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر ٿي رهيو. جتان 25 جولاءِ 1995ع ۾ استعيفا ڏنائين. کيس سال 1996ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جو پروفيسر ايميريٽس مقرر ڪيو ويو.

ڊاڪٽر الانا 9 آگسٽ 1983ع کان وٺي 4 سيپٽمبر 1989ع تائين علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ اسلام آباد جو وائيس چانسلر ٿي رهيو. 22 جولاءِ 1998ع کان وٺي آگسٽ 2001ع تائين سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جو چيئرمئن رهيو.

سندس تصنيفن جو مختصر وچور هن ريت آهي: ”چور“ (1954ع)، ”لاش“ (1954ع)، ”ناصر خسرو، ايراني“ (1961ع)، ”منتخب ديوان فاضل“ (1964ع)، ”سنڌي صورتخطي“ (1964ع)، ”سنڌي نثر جي تاريخ“ (1966ع)، ”ادبي اوسر“ (1967ع)، ”سنڌي صوتيات“ (1967ع)، ”سنڌ جي ديني ادب جو ڪئٽلاگ“ (1971ع)، ”علمي آئينو“ (1971ع)، ”سنڌي زبان جي بنيادي لغت“ (1973ع)، ”سنڌي زبان جي وڌايل بنيادي لغت“ (1973ع)، ”سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بُنياد“ (1974ع)، ”سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري“ (1974ع)، ”سنڌي پهريون ڪتاب“ (1974ع)، ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ (1977ع)، ”سنڌ جي لساني جاگرافي“، (1979ع)، ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“، (1987ع)، ”زبان اور ثقافت“ (1987ع)، ”سنڌي معلم“ (1991ع)، Introduction of Sindhi literature (1991), Papers on Sindhi Language & Linguistics (1999)، ”ثقافتي ورثو“ (1999ع)، ”سنڌي لنگئافون پئڪيج“ (2001ع)، ”استادن لاءِ هدايتون-2 جلد“، ”سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا“ (2007ع)، ”سنڌي صوتيات“، ”History of Sindhi Language and Literature at a Glance“ جڏهن ته سندس ڪتاب ”سنڌيءَ جو عملي گرامر“ ڇپائي هيٺ آهي.

ڊاڪٽر الانا ڪيترين ئي تنظيمن ۾ ميمبر طور پڻ ڪم ڪيو آهي. هن دنيا جا اڪثر ملڪ گهميا آهن ۽ بين الاقوامي سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي ۽ مقالا پڙهيا آهن.

ڊاڪٽر الانا صاحب ڪيترائي قومي ۽ صوبائي اوارڊ حاصل ڪيا آهن.

**الاهي آواز جو آلاپ (به ڀاڱا)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي جمال الدين شاهنواز پيرزادي نوابشاهيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جو هيءُ ڪتاب 256 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، چندن اليڪٽرڪ پريس، حيدرآباد مان 1947ع ۾ شايع ٿيو.

**الاهي انتقام بجواب خلافت اسلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش واصف جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1933ع ۾ شايع ٿيو.

**الاهي بخش، پير:** پير الاهي بخش سال 1890ع ۾ پاڻ سيد آباد ويجهو پير ڳوٺ، ضلعي دادو ۾ ڄائو. هو اڃا 9 سالن جو مس هو ته سندس والد پير نواز علي شاهه گذاري ويو. جنهن بعد کيس مامي پاليو هي مخدوم موسيٰ جي پيڙهيءَ مان هو. جيڪو مخدوم نوح سرور جو پنجون پٽ هو. هن پنهنجي شروعاتي تعليم پرائمري اسڪول پاڻ سيد آباد مان ۽ مئٽرڪ ناز هاءِ اسڪول، خيرپور مان حاصل ڪئي. بعد ۾ هو اعليٰ تعليم لاءِ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽي ويو. هو مولانا محمد علي جوهر جي اڳواڻي ۾ هلندڙ خلافت تحريڪ کان گهڻو متاثر هو. ان ڪري ترت ئي علي ڳڙهه يونيورسٽي ڇڏي جامع مليه اسلاميه ۾ داخلا ورتائين ۽ اتان بي. اي جو امتحان پاس



ڪيائين. جنهن بعد هو خلافت تحريڪ جي اڳواڻ طور سنڌ موٽيو. کيس سر شاهنواز ڀٽي، ضلع ڪائونسل مان اسڪالرشپ وٺي ڏني ۽ کيس تعليم مڪمل ڪرڻ لاءِ علي ڳڙهه يونيورسٽي موڪليائين. جتان هن اسلامي تاريخ ۾ ايم. اي ڪئي ۽ قانون جو امتحان پڻ پاس ڪيائين. موٽي اچي هن لاڙڪاڻي ۾ قانون جي پريڪٽس شروع ڪئي ۽ ان سان گڏ سياست ۾ به پير پاتائين. 1937ع ۾ هو سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو.

پير الاهي بخش سنڌ يونائيٽيڊ فرنٽ ٺاهيو جنهن جو مقصد بمبئي کان سنڌ جي عليحدگي هو بعد ۾ خانبهادر الهه بخش سومري جي وڏ وزارت ۾ هو وزير تعليم ٿيو ۽ ڏهن سالن تائين ان عهدي تي فائز رهيو پير الاهي بخش سنڌي ادبي بورڊ ۽ ايس ايم ڪاليج ڪراچيءَ جي باني ڪارن مان آهي. هو سنڌ مدرسة الاسلام بورڊ جو صدر پڻ رهيو 1948ع ۾ قائد اعظم کيس سنڌ جو وڏو وزير نامزد ڪيو پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڀارت مان لڏي آيلن جي آبادڪاري لاءِ هن 1948ع جي آخر ڌاري ڪراچيءَ ۾ پير الاهي بخش ڪالوني جوڙي. 8 آڪٽوبر 1975ع تي گذاري ويو ۽ پويان 5 پٽ ۽ 2 ڌيئر ڇڏيون اٿس. پ پ پ اڳواڻ، سينيئر صوبائي وزير ۽ وزير تعليم سنڌ، پير مظهر الحق سندس پوٽو آهي.

**الاهي بخش سومرو:** مشهور سياستدان الاهي بخش سومرو شڪارپور جي نامور سومرا خاندان سان واسطو رکي ٿو هن 15 مئي 1926ع تي حاجي مولا بخش سومري جي گهر ۾ جنم ورتو. هي شهيد الهه بخش سومري جو ڀائٽيو آهي. بنيادي طرح انجنيئر آهي. اين. اي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ جو پرنسپال ۽ ڪراچي ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ جو ڊائريڪٽر جنرل به رهي چڪو آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو هڪ وقت دوست رهيو آهي ۽ اُن جي حڪومت ۾ برطانيه ۾ سفير رهيو.



هي ضياءُ الحق جي حڪومت ۾ پهريون ڀيرو وفاقي وزير ٿيو. 1985ع جي چونڊن ۾ بنا مقابلي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو هي مختلف دَورن ۾ صنعت ۽ پيداوار، هائوسنگ اينڊ ورڪس، ڊفينس پراڊڪشن، اطلاعات ۽ نشريات ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو وفاقي وزير رهيو آهي. 1988ع ۾ ضياءُ الحق جي نگران ڪابينا ۾ وزير رهيو 1990 ۽ 1997 جي چونڊن ۾ مسلم ليگ (ن) جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو فيبروري 1997 کان 2001 تائين قومي اُسيمبليءَ جو سورهون اسپيڪر پڻ رهيو آهي. الاهي بخش سومرو ٻه ڀيرا وزيراعظم جي عهدي لاءِ به نامزد ٿيو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو سياست ۾ هميشه مثبت ۽ شرافت وارن روين جو قائل رهيو آهي.

**الاهي بخش شيخ:** الاهي بخش ولد مولا بخش شيخ، پهرين مارچ 1939ع تي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ڄائو بي. اي ۽ ايل. ايل. بيءَ جون ڊگريون حاصل ڪيائين. "دانائن جا قيمتي قول" ۽ "لطيف جي دنيا" سندس تصنيفون آهن.

**الاهي سڏ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اُڌارام ٿُيٽراءِ واسوانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن. رامچند نيپراج، هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون، شڪتي جاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1932ع ۾ ڇپايو.

**الاهي نور يا ايشوري جوت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب خواجه محمد هاشم لعلواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 22 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا آهي. ڇاپو پهريون، مهتاڻي پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1926ع ۾ ڇپيو.

**البلاغ المبين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب صاحبداد سلطان ڪوليءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 180 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب سال 1926ع ۾ ڇپيو. پريس جو نالو ڄاڻايل ناهي.

**آليو شيخ ٺٽوي:** اليو شيخ، نائين صدي هجريءَ جو ناليوارو درويش ٿي گذريو آهي. اليي شيخ جو اصل نالو جام مارس هو. هو جام نظام الدين سمي جو ناٺي ۽ پاليجو هو. وٽس تمام گهڻي دولت هئي. سيد حسين شيرازيءَ کان فيض حاصل ڪيائين. اليي نالي پوڻ جي روايت آهي ته هڪ دفعي پيشاب ڪندي پنهنجي اڳيان سون جي واهي وهندي ڏٺائين ان تي مٽي ۽ ڀڙ وجهي ان کي پوري ڇڏيائين. جڏهن اها خبر سندس مرشد کي پئي، ته ان کيس "اليو" جو لقب ڏئي ڇڏيو: اليو معنيٰ جنهن کي لوڀ لالچ نه هجي. اليو شيخ، بزرگ درويش هو. کيس ڪيترن ئي بزرگ هستين جي ديدار ڪرڻ جو شرف حاصل هو. پهرين ذوالحج 885هه/1480ع تي وفات ڪيائين. سندس مقبرو ٺٽي ۾ آهي.

**التحفة الخيائيه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ضياءُ الدين شاهه جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، رفاه عام پريس، لاهور مان سال 1925ع ۾ ڇپيو.

**الجماعت** (اخبار): سنڌي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ هفتيوار اخبار. جيڪا پهرين آڪٽوبر 1938ع تي سيد صدرالدين شاهه بخاريءَ شڪارپور مان جاري ڪئي. هيءَ اخبار پرچونڊيءَ واري پير جي جماعت "احياءُ الاسلام" جي ترجمان هئي. اخبار شروع ۾ "ديوي پرنٽنگ پريس" ۽ پوءِ "شڪارپور اليڪٽرڪ پريس" مان ڇپبي هئي. 1947ع ۾ جڏهن پير آف پرچونڊيءَ جي تحريڪ سرد ٿي وئي، تڏهن شاهه صاحب هيءَ اخبار سيد سرور علي شاهه گيلانيءَ کي وڪرو ڪري ڏني، جنهن سال ڪن ته شڪارپور مان ٺي ڪڍي، پر پوءِ ان کي ڪراچيءَ کڻي ويو ۽ اتان 1961ع تائين اردوءَ ۾ ڪڍندو رهيو. انهيءَ سال ئي سيد سرور شاهه جي وفات کان پوءِ هيءَ اخبار بند ٿي وئي.

**الحاج، سيد حاجي عبدالرحيم شاهه:** سيد حاجي عبدالرحيم شاهه سجاول وارو هڪ خدا پرست، فياض ۽ علم دوست شخص ٿي گذريو آهي. سندس نسبي تعلق سنڌ جي مشهور علمي خاندان مٽياري سادات سان هو. سندس پيدائش ٺٽي ضلعي جي شهر سجاول ۾ 14 ربيع الاول 1295هه مطابق 18 مارچ 1878ع ۾ ٿي. سندس والد جو نالو ميان محمد رحيم شاهه هو. جنهن کي 3 فرزند ٿيا. جن ۾ سيد عبدالرحيم شاهه ٻيو نمبر هو. سندس والد کي اول ۾ ڪا وڏي زمينداري نه هئي، ليڪن هن محبت ۽ ڪفايت شعاري ڪري، ٺٽي جي هڪ هندو ٻانيي کان سجاول ويجهو "ٺهرڪي" نالي ماڳ تي ٿوري زمين خريد ڪئي، جنهن مان ملڪيت وڌائي هن ساري زمين هٿ ڪئي. هن جا وڏا مٽياريءَ مان سجاول ڪڏهن آيا، ان جو پتو نه ٿو پوي. ميان محمد رحيم شاهه جي ٻنهي وڏن فرزندن سيد محمد هاشم شاهه ۽ سيد عبدالرحيم شاهه کي ماستر عبدالڪريم مٽيارين واري وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو. جتي پنج سنڌي درجا پڙهيا. ان بعد آخوند محمد عثمان ميمڻ جي مڪتب ۾ قرآن شريف ۽ فارسي تعليم ورتائون. بعد ۾ کين وڌيڪ تعليم ڏيارڻ لاءِ شاهه صاحب "ٻيلي" ڳوٺ مان مولانا حامد الله ٻيلويءَ کي لڏائي اچي سجاول ۾ ويهاريو ۽ کيس ديني مدرسو کولائي ڏنو جتي هي ٻئي ڀائر پڙهڻ لڳا. سندن

والد ننڍي هوندي ئي 1888ع ڌاري گذاري ويو. جنهنڪري سندن عزيز ۽ پيٽوڙي سيد قادر ڏني شاهه. جو هڪ اعليٰ منتظم، ديانتدار ۽ وڏي اثر رسوخ وارو شخص هو. سندن زمينون ۽ ڪاروبار سنڀالي. کين اهڙي تعليم ڏياريندو ۽ پرورش ڪندو رهيو. جهڙي والد جي ڏينهن ۾ کين ملندي هئي. سيد قادرڏنو شاهه اڳوڻي حيدرآباد ضلعي جي ڳوني تعلقي مان لڏي اچي سجاول رهيو ۽ سيد محمد رحيم شاهه وانگر نه رڳو صاحبزادن جي تعليم، تربيت ۽ پرورش جي نگهداشت ڪيائين. پر راڄن سان به رابطا رکيائين. ٻنهي ڀائرن تعليم سان گڏ زمين جي سنڀال جي تربيت به حاصل ڪئي. سندس ڀيڻ سان قادر ڏني شاهه جي شادي مرحوم ميان محمد رحيم شاهه جي وقت ۾ ٿيل هئي.

حاجي عبدالرحيم شاهه جي شادي ٺٽي شهر جي بخاري سيدن مان سيد تاج محمد شاهه جي نياڻيءَ سان 8 مارچ 1901ع تي وڏي ڌام ڌوم سان ٿي. دانشمند قادر ڏنو شاهه ميان محمد رحيم جي فرزند کي زمين ابتدا کان وٺي ورهائي جدا ڪري ڏني هئي، جيڪي محنت ڪري علائقي جا مکيه زميندار شمار ٿيڻ لڳا.

26 آڪٽوبر 1918ع تي سندس وڏو پٽ 54 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. جنهنڪري عبدالرحيم شاهه پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو. ان احساس کي مٽائڻ لاءِ پٽ جي يادگيريءَ ۾ سجاول ۾ 30 جنوري 1921ع ڌاري هڪ مذهبي درسگاهه قائم ڪيائين ۽ وقت جي وڏن عالمن مولانا محمد سليمان ٻنوي، مولانا محمد صادق کڏي واري ۽ مولي فتح محمد سيوهاڻيءَ جي مشوري سان ان جو نالو "مدرسه هاشميه" رکيائين. ٽرسٽ بورڊ لاءِ محمد هاشم شاهه مرحوم جو بنگلو ۽ مدرسي لاءِ 230 ايڪڙ زمين وقف ڪيائين، ان کان سواءِ بورڊنگ هائوس، استادن جي رهائش جون جايون، هڪ عاليشان جامع مسجد، دڪانن سميت ٺهرايائين. شاهه صاحب سنڌي ۽ فارسي زبان کان بخوبي واقف هو ۽ قرآن شريف به بامحاوره سنڌيءَ ۾ پڙهيو هئائين. مٿين بزرگن سان واسطيداريءَ سبب "جميعة العلماءِ هند" سان واسطو هئس، انهن جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪيائين. مولانا ڪفايت الله دهلوي، مولانا حسين احمد مدني ۽ مولانا آزاد سان گهرو واسطو هئس. 1930ع ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊائڻ ۾ شاهه صاحب جو وڏو هٿ هو. پاڻ نماز روزي جو پابند هو. 10 حج ڪيائين. مديني شريف ۾ مسجد ٺهرايائين. مذهبي حوالي سان سني مسلڪ سان واسطو هوس ۽ دارلعلوم ديوبند جي عالمن ڏانهن لاڙو رکندو هو. درويش ۽ بزرگن ۾ اعتقاد رکندڙ هو. شاهه صاحب 22 جُون 1947ع تي وفات ڪئي، کيس اباڻي قبرستان بدران مڪليءَ واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. سائين جي. ايم. سيد سان 1925ع کان وٺي خاص تعلقات هئس ۽ سائين جي. ايم. سيد هميشه چوندو هو ته شاهه صاحب جي مٿس هميشه پدرانه شفقت رهي. سيد غلام مصطفيٰ شاهه ولد غلام علي شاهه مٿس هڪ ڪتاب به لکيو هو جيڪو سجاول مان ڇپيو هو.

**الحاج غلام مصطفيٰ شاهه**: سنڌ جي نامياري تعليم دان، عالم، تاريخدان، ايڊيٽر ۽ پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه جو جنم 1918ع ڌاري ٿيو. هن سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، مسلم يونيورسٽي عليٰ ڳڙهه، ڪنگز ڪاليج انگلنڊ ۽ ايسٽر ڪاليج آڪسفورڊ مان تعليم حاصل ڪئي. اعليٰ تعليم جي حاصلات کان پوءِ درس ۽ تدريس جي شعبي سان لاڳاپجي ويو لاڳيتو 14 سال سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال رهيو. 10 سالن تائين پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ ڊائريڪٽر تعليم رهيو. 5 سالن تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. سيد غلام مصطفيٰ شاهه 1973ع ۾ 'سنڌ ڪوارٽرلي' جي نالي سان هڪ اعليٰ پايي جو انگريزي تحقيقي رسالو جاري ڪيو جنهن جو پاڻ ايڊيٽر ۽ پبلشر رهيو. شاهه صاحب، قائداعظم اسٽيٽ جو ٽرسٽي پڻ رهيو. سنڌ مدرسي بورڊ جو سڄي حياتي ميمبر رهيو ۽ ان جو 10 سالن تائين صدر به رهيو. پاڪستان اسڪائوٽس ائسوسيئيشن جو 10 سالن تائين نئشنل ڪمشنر رهيو. انٽر يونيورسٽي بورڊ پاڪستان جو 12 سالن تائين ميمبر رهيو. 1988ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ۾ وفاقي وزير تعليم مقرر ٿيو. شهيد ذوالفقار ڀٽو انسٽيٽيوٽ آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجي ڪراچيءَ جو وائيس چيئرمئن ۽ سيڪريٽري بورڊ آف گورنرز رهيو.

شاهه صاحب انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ مرتب ڪيا. هن هڪ اهم ڪتاب 'انڊس فيلڊس اينڊ ڪريشنس ان پاڪستان' نالي اڪيڊمي آف ليٽرس يونيورسٽي آف انگلينڊ لاءِ شريڪ ايڊيٽر طور مرتب



ڪيو. سنڌ سرونٽس سوسائٽيءَ جو صدر ۽ شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. شاهه صاحب کي تعليم، تدريس ۽ تصنيف سان گڏوگڏ ڪيتي ٻاڙي ۽ وڻڪاريءَ جو به شوق هو. سندس اهم مشغلو قيمتي لڪڻ گڏ ڪرڻ هو. هن 67 ملڪن جو سير ۽ سفر ڪيو ۽ هر ملڪ مان بهترين لڪڻ گڏ ڪيائين، جن جو تعداد 250 کان به مٿي ٿيندو. شاهه صاحب استاد، ڪتاب، سنڌي سماج ۽ عورتن بابت ننڍڙا ڪتابڙا ڇپرايا. سندس انگريزي ڪتابن ۾ 'انگريز هندستان ۾'، 'انگريزن جو ورثو'، 'هڪ پرنسپال جون يادون'، 'سنڌ جا مسلمان' مشهور آهن. سندس ترتيب ڏنل ڪتابن ۾ "ٻه ڪتاب" مشهور آهي، جنهن ۾ هن ۽ سندس گهرواريءَ، عزيزه بيگم، مرحوم محمد اسماعيل عرساڻيءَ جا ٻه ڪتاب 'سنڌي سڀاجهڙا' ۽ 'بدنصيب ٽري' گڏي ڇپايا آهن. شاهه صاحب جون علمي، ادبي ۽ تعليمي خدمتون سنڌ ڪڏهن به وساري نه سگهندي. هن جو سنڌ يونيورسٽيءَ جي عمارتن ۽ سنڌالاجيءَ جي خوبصورت بلڊنگ جي اڏاوت ۾ وڏو هٿ آهي. هن سنڌ بابت مختلف موضوعن تي يادگار ڪانفرنسون ڪرايون.

**الحَمرا**: اسپين ۾ غرناطه شهر جي سامهون جبل تي اسپين جي اسلامي حڪومت جا ٺهرايل محلات، جن جا وسيع اڱڻ، ڦوهارا ۽ باغيچا آهن. اڱڻ ۽ ورانڊن ۾ ننڍا ننڍا ڪمرا آهن، جيڪي ڳتيل ڊزائينن سان سينگاريل آهن ۽ جن جا گنبذ انن ڪنڊن وارا آرائشي آهن. الحمرا جي اڏاوت 1238ع ۾ شروع ٿي ۽ 1354ع تائين مڪمل ٿي. 1492ع ۾ اسپين مان مسلمانن جي نيڪاليءَ بعد اهي گهڻيون عمارتون تباهه ڪيون ويون. 1828ع کان پوءِ وري انهن جي مرمت ڪري انهن کي بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. الحمرا جا آثار دنيا جي حسين عجائبات ۾ شمار ڪيا ويندا آهن.

**الحنيف**(اخبار): سنڌي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ هڪ هفتيوار اخبار. جيڪا شڪارپور مان نڪرندي هئي. 1924ع ۾ "جمعيت الاحناف" جي سرپرستيءَ هيٺ جاري ٿي. اخبار جو ايڊيٽر ڪريم بخش ٽانوري ۽ سرپرست پير حسن جان سرهندي هو. هيءَ اخبار "الحنيف پريس" مان ڇپبي هئي. 1929ع ۾ هيءَ اخبار جيڪب آباد جي مولوي محمد حسين کهاوڙ پريس سميت خريد ڪئي، جنهن کان پوءِ اها جيڪب آباد مان نڪرڻ لڳي.

**الحيات بعد الممات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 220 صفحا ۽ قيمت اڍائي رپيا آهي. هيءَ ڪتاب سال 1912ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**الخلول:** هن ساز جو اصل وطن يمن آهي. اتان جا هاري ۽ تهاما Tihama لوڪ هي ساز گهڻو وڄائين. هي نڙ سان مشابهت آهي. هڪ ميٽر ڊيگهه وارو ڦوڪ جو ساز آهي. فقط ٻه سوراخ، سي به پڇاڙي ۾ ٿين. چيو وڃي ٿو ته هي ساز اٽڪل 3000 سال اڳ حضرت دائود عليہ السلام پيغمبر به استعمال ڪيو هن ساز جي سنگت ڪري ڪيترائي ناچ اسريا آهن. سڄي سڄي رات جي تفريحي محفلن ۾ هي ساز وڄائبو آهي. ٿلهي ۽ غمگين صدا وارو هي ساز شعر کان الڳ نٿو ڪري. هي به نڙ وانگر ساز آهي، جنهن تي شعر ڏنا وڃن ٿا. هن تي ماضي جا داستان ۽ يادگيريون، تاريخ جو احساس گهڻو اڀري ٿو. تهامي ماڻهو ڪوشش ڪري هن مان هڪ آواز ڪڍن ٿا، جنهن مان هو محسوس ڪندا آهن. جو جڻ دائود اچاري ٿو (نڙ). اتان جا جت پنهنجي سفر دوران گڏ ڪڻن. هنن ماڻهن جو خيال آهي ته اٺ جو ناچ هن ساز جي آواز تي اسريو ساز پيڙهين جي حوالي سان هلندو پيو اچي. هي ساز پنهنجي جوڙجڪ سبب اڄ به نمايان حيثيت رکي ٿو ٻن سوراخن جي وچ ۾ اٽڪل 15 کان 20 س. م وٿي آهي. چوٽي کليل ۽ پڇاڙي بند اٿس. هن مان ڪو سرگم ڪو نه نڪري. هن ۾ ساهه يڪو هلي، ان ڪري سگهارا ڦڦڙ گهرجن. هن ۾ صرف هڪ آڱر استعمال ٿئي. هن جي اڻپورائي ۽ اوکائي جي ڪري اتي نيون بانسريون عام ٿيڻ لڳيون آهن.

**الدين ڪامل** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مخدوم امير احمد جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 250 صفحا آهن. قيمت چار رپيا آهي. ڇاپو پهريون، محمد عثمان ڏيپلائيءَ، قرآن پريس، حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ شايع ڪيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، محمد عثمان ڏيپلائيءَ ساڳي پريس مان سال 1967ع ۾ شايع ڪيو. هن ڇاپي ۾ 240 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا آهي.

**الرا:** هيءَ ڪنگري تعلقي ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ "الرا" نالي ڳوٺ آهي جنهن ۾ پرائمري ۽ مڊل اسڪول موجود آهن.

**الرازي:** الرازي مشهور طبيب، ڪيميادان، فلسفي ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو ابوبڪر محمد ابن ذڪريا الرازي هو هو 250هه/ 864ع ۾ ايران جي شهر "ري" ۾ جائو رياضي، فلسفي، هيئت ۽ ادب جو گهرو مطالعو ڪيائين. وڏيءَ عمر ۾ پهچڻ کان پوءِ طب ڏانهن لاڙو رکيائين. "ري" جي حاڪم جي ملازمت ۾ آيو ۽ پوءِ انهيءَ شهر جي نئين وڏي اسپتال جو نگران اعليٰ مقرر ٿيو بعد ۾ هو بغداد ۾ به ساڳئي عهدي تي رهيو. پنهنجي دؤر جو سيني کان وڏو طبيب هئڻ سبب سندس شهرت مختلف بادشاهن جي دربارن ۾ پهچي ويئي، پر بادشاهن جي مزاج ۽ غيريقيني سياسي صورتحال سبب الرازي ڪٿي به مستقل طور نه ويهي سگهيو ڪئين پيرا پنهنجي وطن آيو آخراتي ئي 313هه/ 925ع ۾ وفات ڪيائين.




الرازي پنهنجي دؤر جو وڏو طبيب هو هن مختلف مرضن تي ڪيترائي رسالا لکيا آهن. ان کان سواءِ طب جي فن بابت جيڪي ڪتاب هن لکيا آهن، اهي نهايت اهم حيثيت رکن ٿا. انهن مان ڪيترن جو لاطيني زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. سندس هڪ ڪتاب "الحاوي" کي ته طب جي انسائيڪلوپيڊيا چيو ويندو آهي. الرازي انهيءَ ڪتاب لکڻ ۾ 15 سال لڳايا. طب کان سواءِ هن ڪيميا، طبعيات، مابعد طبعيات، سائنس ۽ فلسفي تي به ڪئين ڪتاب لکيا. بلاشڪ هو اسلامي دنيا جو تمام وڏو طبيب ۽ فيلسوف هو.

**الزليخا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سيد فدائي الراشديءَ جو لکيل آهي هن ڊبل ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 46 صفحا آهن پهريون ڇاپو حافظ شمس الدين عبدالمجيد پريس سکر مان 1930ع ۾ شايع ڪيو هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو محموديه پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1951ع ۾ حافظ شمس الدين پٽيءَ ڇپايو.

**الستي، عبدالغفور:** ليکڪ، محقق ۽ سماجي اڳواڻ عبدالغفور الستيءَ 21 جنوري 1931ع تي شهر دڙي، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ۽ مڊل جا پهريان ٽي درجا انگريزي، اي. وي. اسڪول ميرپور بٺوري ۾ پڙهيو تاريخي درسگاهه سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان 1948ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين. 1948ع ۾ انگريزي جي استاد طور اي. وي. اسڪول دڙي ۾ مقرر ٿيو 1950ع کان 1960ع تائين آبپاشي کاتي ۾ سول انجنيئر رهيو 1961ع ۾ نوڪرين تان استعيفيٰ ڏيئي لوئر بيريج



۾ 1970ع تائين سول ٺيڪيداري ڪئي. علم ۽ ادب سان لاڳاپو 1955ع کان قائم اٿس. هو 1957ع ۾ ون يونٽ خلاف سنڌي اديبن جي هلچل ۾ شامل رهيو ناميارو اديب ۽ ڏاهو ليکڪ محمد ابراهيم جويو سندس استاد رهيو آهي. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ هُن 3 ڪتابڙا ڇپائي سڄي سنڌ ۾ مختلف ماڻهن ۾ مفت ورهايا، جن ۾ "هي بيت ستايل سانگين جا"، "سنڌي ٻولي" (نظم) ۽ "او سنڌ جون عورتون اٿو" (نثر) شامل آهن. ادبي سفر ۾ ڪيس ابراهيم جويي، شيخ اياز، حفيظ قريشي (سينيئر) جي صحبت پڻ حاصل رهي.

1971ع ۾ هُن ماهوار "مليرڊائجيسٽ" جاري ڪيو 1974ع ۾ ان رسالي ۾ "نئين پاڪستان" خلاف لکڻ تي ڪيس جيل اماڻيو ويو ۽ رسالي تي پابندي لڳائي وئي. هن فقير منش جاکوڙي ڪارڪن 1986ع ۾ "الست" نالي سماجي تنظيم جو بنياد وڌو. جنهن جو مقصد غريب ٻارڙن لاءِ تعليم جي فراهمي هو ان تنظيم سبب الستي سڏجڻ لڳو الستيءَ، شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري جو انگريزي ترجمو پڻ ڪيو آهي. جيڪو 1986ع ۾ ڇپيو ان ۾ لطيف سائين جي چونڊ 786 بيتن جو منظوم ترجمو ڪيل آهي. سندس تصنيفن ۾ "شاهه جو رسالو"، "سنڌي ٻوليءَ کي للڪار" ۽ "بالغن جي تعليم لاءِ الستي پهريون ڪتاب" شامل آهن. ان کان علاوه ڪيترائي ڪتابڙا ڇپرائي عام تعليم لاءِ مفت ورهايائين. هُن ماضيءَ ۾ ع.غ سنڌي جي نالي سان به خوب لکيو سندس آتم ڪٿا "ٻنڌڻ ٻاروچن سين" پڻ ڇپيل آهي.

**إلسي:** هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو تيلي ٻجن وارن ٻوٽن ۾ شمار ٿئي ٿو هيءَ ريشي دار يا تاندورن وارو ٻوٽو آهي، جنهن جا گل نيرا ٿين ٿا. هن جي تاندورن مان ڪپڙو ٺاهيو ويندو آهي. اڄڪلهه تاندورا حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيا ڪيترائي ٻوٽا ۽ هٿراڊو شيون وجود ۾ اچي چڪيون آهن. پر اڄ به روس ۽ بيلجم ۾ هن مان ڪپڙو ٺاهيو وڃي ٿو ان کان سواءِ السيءَ جو ٻوٽو گلڪاريءَ خاطر باغيچن ۾ پوکيو وڃي ٿو.

السيءَ جي ٻجن مان تيل به ڪڍيو ويندو آهي. جيڪو وارنش جي تياريءَ ۾ ڪم ايندو آهي. ان ڪان سواءِ روغني ڪريمچ، مَس ۽ دوائن وغيره ٺاهڻ جي به ڪم اچي ٿو. السيءَ جي ٻجن جو ڪُٽ چوپاين جانورن لاءِ طاقتور غذا آهي. سنڌ ۾ السيءَ کي ڪمائيءَ واري فصل طور پوکيو ويندو آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته هن جو ٻج طبي لحاظ سان فائديمند آهي.

**الشهباز** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالجليل سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 250 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا ٽي رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. اداره شهباز اڪيڊمي، سيوهڻ طرفان سال 1961ع ۾ شايع ٿيو.

**الطاف جوکيو**: الطاف جوکيي جو واسطو ادب ۽ تحقيق سان آهي، پيشي جي لحاظ کان استاد آهي. هن جو سڄو نالو الطاف حسين جوکيو آهي. پاڻ



سنڌ جي ناليواري تعليم دان ۽ اديب، محبوب علي جوکئي جو فرزند آهي. الطاف جوکيي جو جنم 22 نومبر 1964ع تي محرابپور تعلقي ڪنڊياري ۾ ٿيو هن ميٽرڪ محرابپور هاءِ اسڪول مان 1980ع، ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1986ع ۾ ڪئي. بي. ايڊ (1992ع) شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. هن وقت گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج محرابپور ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار آهي، هن جي دلچسپيءَ جا موضوع سنڌي ٻولي، گرامر ۽ لسانيات آهن. جنهن سلسلي ۾ هن ڪيترائي تحقيقي مضمون لکيا آهن. جيڪي ٽماهي "ڪلاچي" ڪراچي ۽ ٽماهي "سنڌي ٻولي" حيدرآباد ۾ ڇپيا آهن. ان ڪان سواءِ لطيفيات جي موضوع تي پڻ لکندو رهيو آهي. سندس هڪ مضمون سُر ڪيڏاري بابت ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ جي ترتيب ڏنل ڪتاب ۾ شامل آهي.

**الطاف اثيم**: لطاف حسين ولد محمد ايوب منگيءَ جو ادبي نالو "الطاف اثيم" آهي. سندس ادبي سڃاڻپ، شاعر، اديب ۽ محقق جي آهي. سندس جنم جو هنڌ راڻيپور ضلعو خيرپور ميرس ۽ جنم جي تاريخ 1948-10-02 آهي.



سندس تعليم بي. ايڊ، ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي آهي. الطاف اثيم سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جو ڊائريڪٽر پڻ رهي چڪو آهي. سندس ترتيب ڏنل پير صالح شاهه جو ڪلام ۽ سوانح: "ساعت ساعت راهه نهاريان" ۽ ٽالپرن جو "فن تعميرات ۽ فنون لطيفه" تحقيق جي موضوع تي ڪتاب ڇپيل آهن.

**الطاف حسين**: الطاف حسين قريشي 26 جنوري 1900ع تي ڍاڪا ۾ ڄائو ابتدائي تعليم کان پوءِ 1918ع تائين سٽي ڪاليج ڪلڪتي ۾ ۽ 1923ع تائين ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ تعليم ورتائين. 1926ع ۾ بنگال ايجوڪيشن سروس ۾، 38-1937ع ۾ ڍاڪا ڪاليج جو پرنسپال ۽ 1938ع کان 1945ع تائين تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر ٿي رهيو پوءِ ملازمت تان استعيفيٰ ڏيئي "ڊان" (DAWN) اخبار جو ايڊيٽر ٿيو جيڪا جلد ئي ملڪ جي نامور اخبار بڻجي ويئي. پاڪستان کان اڳ ڊان اخبار دهليءَ مان نڪرندي هئي ۽ پوءِ 1947ع ۾ ڪراچيءَ منتقل ٿي. "ڊان" کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ 1965ع کان 1968ع تائين پاڪستان جي مرڪزي ڪابينه ۾ وزير تجارت رهيو 25 مئي 1968ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين.

**الطاف حسين**: "متحده قومي موومينٽ" جو سربراهه الطاف حسين



17 سيپٽمبر 1953ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو هن جو والد اسٽيشن ماسٽر هو جيڪو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ لڏي ڪراچيءَ آيو هو ۽ اچي هڪ ڪارخاني ۾ ڪلرڪ ٿيو. الطاف حسين جي والد، 13 مارچ 1967ع تي ۽ والده 5 ڊسمبر 1985ع تي وفات ڪئي. هن 1969ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪئي. بعد ۾ سٽي ڪاليج ڪراچيءَ مان انٽر پاس ڪيائين. ان دوران مختلف هنڌن تي ڪئڊٽ طور به خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو 1974ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي- فارميسي ڪيائين.

الطاف حسين عملي سياست جي شروعات شاگرد هئڻ دوران ئي ڪري ڇڏي هئي. 11 جون 1978ع تي آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (APMSO) جو بنياد رکيائين. ۽ اهائي تنظيم اڳتي هلي پهرين مهاجر قومي موومينٽ (M.Q.M) ۾ تبديل ٿي وئي ۽ هينئر اها متحده قومي موومينٽ آهي.

ايم. ڪيو ايم جي قيام جو باقاعدي اعلان 18 مارچ 1984ع تي ڪيائين. 1986ع ۾ ڪراچيءَ ۾ نسلي فسادن کانپوءِ ايم. ڪيو ايم هڪ وڏي ۽ منظم سياسي پارٽيءَ جي حيثيت سان ابري آئي. آهستي آهستي ايم. ڪيو ايم سنڌ ۾ پيپلزپارٽيءَ کان پوءِ ٻئي نمبر تي وڏي سياسي پارٽي بڻجي وئي. 1992ع ۾ الطاف حسين ۽ سندس ڪجهه سائين جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا، جنهن کان پوءِ 1992ع واري فوجي آپريشن وقت هو لنڊن هليو ويو، ۽ اتي پنهنجي پارٽيءَ لاءِ انٽرنيشنل سيڪريٽريٽ قائم ڪيائين. هن وقت تائين هو لنڊن ۾ رهيل آهي، جتي کيس اتان جي شهريت ملي چڪي آهي، هن تازو پنهنجي پاليسي تبديل ڪري پنهنجي پارٽيءَ کي پوري پاڪستان ۾ ڦهلايو آهي، سنڌ ۽ سنڌ جي قومي مسئلن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

**الطاف شيخ**: سنڌيءَ ۾ سفرنامي جي صنف جي حوالي سان مشهور ليکڪ سنڌ جو هي انوکو ۽ گهڻو لکندڙ ليکڪ طبيعت جو نهٺو ۽ محبتي انسان آهي، سڄي دنيا جا ساموندي سفر ڪيا اٿس ۽ شايد ئي ڪو ملڪ هجي جيڪو نه ڏٺو هجيس. هن کي سنڌ جو "سند باد" چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو.



الطاف شيخ 14 نومبر 1944ع ۾ نوان هالا، سنڌ ۾ ڄائو سڄي دنيا گهمي، پنهنجن سفرن کي سهيڙي، ڪتابي شڪل ڏيڻ وارو سفرناما لکندڙ ليکڪ آهي. سندس پيءُ جو نالو گل محمد شيخ آهي. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو مئرين انجنيئرنگ شپنگ ڪارپوريشن، ڪراچيءَ سان وابسته ٿي ويو ان کان پوءِ هو جڏهن به دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ ويندو

رهيو تہ اتان جي سياسي، سماجي، ثقافتي ۽ معاشي زندگيءَ جو گهرو مشاهدو ڪري سفرناما لکندو هو. هيل تائين ڇاليهن کان مٿي سفرناما لکي چڪو آهي. سندس ٻولي سهڻي، سادي ۽ اثرائتي آهي. سندس تحريرن جي خاص ڳالهہ اها آهي تہ هو ٻين معاشرن کي سنڌ جي معاشري سان ڀيٽيندو هلي ٿو، جنهنڪري پڙهندڙ جو اتساهہ ختم نٿو ٿئي ۽ هو يڪساهيءَ ڪتاب پڙهي مڪمل ڪري ٿو. الطاف شيخ ان کان سواءِ پرڏيهي ادب مان چونڊ ڪهاڻيون بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون اٿس. اهڙين ڪهاڻين جا ڪجهہ مجموعا، 'لنڊن تائين لفٽ'، 'سوزيءَ سان پيار' ۽ 'انامِيڪا' آهن. سندس ڪجهہ مشهور سفرناما 'منهنجو ساگر منهنجو ساحل'، 'بندر بازاريون'، 'سمونڊ جن ساٿيهہ'، 'جاپان جن جي جيءَ ۾'، 'ارائونڊ دي ورلڊ' ۽ 'اي جرني ٽو ٿائيلنڊ' وغيره آهن. ميرين اڪيڊميءَ ۾ استاد ۽ بحريہ ڪاليج ۽ اسڪول، ڪراچيءَ جو پرنسپال رهي چڪو آهي. هن وقت رٽائر ٿي چڪو آهي ۽ ڪراچيءَ پذير آهي. سندس سفرناما هر عمر جي پڙهندڙن جي دلچسپيءَ جو سبب آهن.

**الطاف عباسي:** سنڌ جي سدا ملوڪ شاعر، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو ڀاءُ، الطاف عباسي پنهنجي دور جو ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس سڄو نالو الطاف نبي ولد گل محمد عباسي هو ۽ 15 جولاءِ 1942ع تي سوڀي ديري ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو هو. 1958ع ۾ نواب شاهہ مان مئٽرڪ ڪيائين. سخت گهراڻي مان هجڻ جي باوجود، ميٽرڪ بعد هڪدم پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۽ خزاني آفيس نواب شاهہ ۾ ڪلارڪ ٿيو. بعد ۾ 1961ع کان 1965ع تائين ڊسٽرڪٽ ڪائونسل اسڪول نواب شاهہ ۾ ماستر ٿيو. ان وچ ۾ پڙهائي بہ جاري رکيائين. 1962ع ۾ بي. اي (فرسٽ ڪلاس) ۽ 1964ع ۾ ايم. اي (سنڌي) فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. 1964ع ۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪري 1967ع تائين وڪالت ڪيائين، ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ ليڪچرر ٿيو. 1968ع ۾ پي. سي. ايس پاس ڪري آبڪاري کاتي ۾ گهڙيو ۽ ڊائريڪٽر ايڪسائيز ٿيو. 6 فيبروري 1978ع تي نواب شاهہ کان حيدرآباد ايندي مياڻي ڀيلي وٽ روڊ حادثي ۾ شهيد ٿيو.



الطاف عباسي نوجوان ۽ نمائنده شاعرن ۾ شمار ٿيندو هو. سندس شعر پهريون ڀيرو 1958ع ۾ نواب شاهہ جي "آئينہ" رسالي ۾ ڇپيو ۽ پوءِ سيني مکيہ رسالن "مهراڻ" ۽ "نئين زندگي" وغيره ۾ ڇپبو رهيو. پاڻ سنڌي ادبي تحريڪ جو روح روان، دوستن جي محفلن جو سينگار، ۽ شعرن ۾ ڪيترن نون تجربن جو بنياد وجهڻ وارو هو. هن ٿوري عمر ۾ جيڪو ادبي ورثو ڇڏيو آهي، اهو سندس نالي کي ادبي زندگي ڏيڻ لاءِ ڪافي آهي. هن جا ڪيترا ڀاراٿا نظم درسي ڪتابن ۾ شامل هئا. سندس ايم. اي جو مونوگراف 'سنڌي قومي شاعريءَ' بابت هو جيڪو اڃا اڻڇپيل آهي.

**الطاف ملڪاڻي:** ناليوارو ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ پبلشر الطاف ملڪاڻي، غلام هادي ملڪاڻيءَ جو فرزند آهي. هن 19 اپريل 1967ع تي دادو شهر ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ سائنس ۾ ڪرڻ بعد زرعي ڪاليج سڪرنڊ مان ٻن سالن جو ايگريڪلچر ڊپلوما ڪورس ڪيائين ۽ هن وقت فيلڊ اسسٽنٽ طور زرعي کاتي ۾ ملازم آهي. 1984ع ۾ ٻاراڻي شاعري ڪرڻ سان ادب جي دنيا ۾ پير پاتائين. اڳتي هلي ڪهاڻيڪار طور نالو ڪڍيائين. سندس مختصر ڪهاڻين جو مجموعو "ساڀيائن کان رٺل سپنا"، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران 1994ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن جو ٻيو ڪتاب شانتي (الجيت ڪور جي ناوليٽ جو ترجمو) 1999ع ۾ سوجهہ پبليڪيشن طرفان ڇپايو ويو.



الطاف ملڪاڻيءَ جو نالو ٻاراڻي ادب جي حوالي سان مشهور آهي. پاڻ مهراڻ پبليڪيشن حيدرآباد جو سرپرست رهيو آهي، جنهن ٻارن لاءِ ڪافي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. عبرت گروپ آف پبليڪيشنز، حيدرآباد پاران ٻارن جي رسالي "ارڙڪ مرڙڪ" جو پهريون نگران انچارج ۽ پوءِ 1997ع ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿيو. ٻارن جي مخزن ماهوار "لاٽ" جو چيف ايڊيٽر (1993ع)، ماهوار "گلستان" جو ايڊيٽر (1993ع)، ٻارڙن جي "سنڌ رنگ" جو سب ايڊيٽر (1995ع)، ٻارن جي مئگزين "دوستيءَ" جو اعزازي صلاحڪار (1995ع) ۽ "سندباد" ڪتابي سلسلي جو سب ايڊيٽر رهي چڪو آهي. ٻاراڻي ادب جي حوالي سان سندس ترتيب ڏنل هيٺيان ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: (1) "ٻلڪ پايو سچ" (شاهہ لطيف جي زندگيءَ بابت سوال جواب)، لطيفي لاٽ پبليڪيشن دادوءَ پاران ڇپيل. (2) "سوريءَ سزا وار" (صوفي شاهہ عنايت شهيد جي زندگيءَ بابت سوال جواب)، مهراڻ پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپيل. (3) "سوري سڏ ڪري" (لطيف سنگت سنڌ جي ٻارڙن ڏانهن آزاد سمي جا خط مهراڻ پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپيل. الطاف ملڪاڻي، سنڌي ائسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا (سانا) پاران سنڌ مان نڪرندڙ مئگزين "سنگت ورلڊ" جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر (1990ع)، ڪاوش گروپ آف پبليڪيشنز حيدرآباد پاران شايع ٿيندڙ ماهوار "سنڌ رنگ" جو ايڊيٽر پڻ رهيو. ڪيس سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد پاران معاون ايڊيٽر اواره (1993ع) پڻ مليل آهي. ڪجهہ عرصو 'ڪرزما ڊائجسٽ' ۾ پڻ ڪم ڪيو.

**الغوزو:** وات سان وڄائڻ وارو ڦوڪ جو ساز. هي اصل ۾ ٻينن جو جوڙو آهي، جيڪي گڏ وڄائبيون آهن. عام طور تي هن کي ٻينون ۽ الگوزا چوندا آهن. ٻن ٻينن تي مشتمل هن ساز جي ننڍي ٻين وڄائڻ ۽ سُر ڪيڻ لاءِ ۽ وڏي ٻين سُر جي آس لاءِ استعمال ٿيندي آهي. اهي ٻئي ٻينون ڪاٺيءَ جي هڪ ٽڪريءَ ذريعي مٿان کان پاڻ ۾ ڳنڍيل هونديون آهن. وچ ۾ هڪ سوراخ هوندو آهي، جتان ڦوڪ ڏبي آهي. جنهن سان هي ساز وڄندو آهي.

الغوزو، سنڌ جو قديم ۽ مقبول ساز آهي. اصل ۾ سنڌي موسيقيءَ جي سڃاڻپ ئي الغوزو آهي. موسيقيءَ جي ماهرن جو خيال آهي تہ الغوزو سنڌ ۾ هزارين سالن کان رائج آهي. ابتدا کان هي سنڌ جي عام ڳوٺاڻن جو ساز هوندو هو. مال چاريندڙ ڌراڙ وندر جي خيال سان انهيءَ کي وڄائيندا هئا.

ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ الغوزن جو پهريون ماهر وڄائيندڙ، مصري خان جمالي هو. جيڪو پاڻ الغوزا ٺاهي ميڙن ملاکڙن ۾ وڪڻندو بہ هو. هو سنڌ جو ماهر الغوزا نواز هو. پهريون ڀيرو کيس 1953ع ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس واريءَ ڪانفرنس ۾ پيش ڪيو ويو. جتي اسٽيج تي ويهي مهارت سان الغوزو وڄايائين. سندس خدمتن جي اعتراف طور کيس "حسن ڪارڪردگيءَ" جو تمغو بہ مليو. هن بعد ۾ مختلف ملڪن ۾ الغوزو



وڄائي بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي. مصري خان جماليءَ کان پوءِ خميسي خان الغوزا وڄايا. هن نہ فقط الغوزا وڄائڻ ۾ پاڻ ميڄرايو، پر هن قديم ساز جي هيئت بہ تبديل ڪئي. هن آس جي هڪ بين جي جاءِ تي ٻيءَ بين جو اضافو ڪيو ۽ ٽن بينن وارو الغوزو وڄايو. ڪجهہ وقت کان پوءِ ان ۾ چوٿين بين جو بہ اضافو ڪيائين. خميسي خان کي بہ سندس خدمتن جي اعتراف طور "حسن ڪارڪردگيءَ" جو تمغو مليو. هن بہ ٻاهرين ملڪن ۾ بينون وڄائي وڏي شهرت حاصل ڪئي. سندس پٽ پڻ ساڳئي فن جو ماهر آهي. هن وقت ٽنڊي محمد خان جي ڳوٺ ڏاڏون جو الهبچايو کوسو بهترين الغوزا نواز آهي، جنهن پڻ ٻاهرين ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو آهي.

**الفارابي:** مشهور مسلمان فلسفي، ارسطوءَ جو شارح، حڪمت، حياتيات ۽ نباتات جي علمن تي عبور رکندڙ الفارابيءَ، 873ع ڌاري، سمرقند جي اتر اوير ۾، "درياءَ سيحون" جي اُپرندي ڪناري تي واقع "فاراب" شهر ۾ ڄائو. سندس پورو نالو ابونصر محمد بن اوزلخ طرخان. الفارابي هو. سندس آبائي پيشو سپاهہ گيري هو. پر مختلف ٻولين ۽ علمن جي سکڻ واري جنون کيس جليل القدر عالم ۽ وڏي پائي جو فلسفي بڻائي ڇڏيو شروع ۾ هن، پنهنجي ملڪ ۾ ئي ڪيترين زبانن ۾ مهارت حاصل ڪئي، ان کان پوءِ بغداد ويو، عربي زبان تي دسترس حاصل ڪيائين. اهو دؤر خليفي مستنصر بالله عباسيءَ جو هو. بعد ۾ سيف الدولہ جي مقربين ۾ شامل ٿيو. يونان جي فلسفي تي وڏو عبور رکندو هو. هن، ارسطو ۽ افلاطون جي نظرين ۾ هڪجهڙائي پيدا ڪئي، جنهنڪري کيس افلاطوني مڪتبِ فڪر جي هڪ جديد شاخ جو باني پڻ چيو ويو.

فلسفي، منطق ۽ موسيقيءَ جي فن ۾ وڏي مهارت رکندو هو. سارنگي وڄائڻ ۽ موسيقيءَ جي مقابلي ۾، ڪوبہ سندس سامهون نہ ايندو هو. هن هڪ ساز پڻ ايجاد ڪيو، جنهن جو نالو "قانون" رکيائين. انهيءَ ساز جي وڄائڻ سان، ٻڌندڙن تي اهڙي ڪيفيت ڇانئجي ويندي هئي، جو سندن عضوا هڪ عجيب اثر هيٺ اچي ويندا هئا. باقي وقت، حلب جي وڏي حاڪم سيف الدولہ علي حمدانيءَ وٽ گذاريائين. سندس ننڍين وڏين تصنيفن جو تعداد 114 ٻڌايو وڃي ٿو. سندس مشهور ڪتابن ۾ "ڪتاب النباتات"، "ڪتاب الحيوانات"، "افلاطون و ارسطا طاليس"، "مقالة في عقل"، "اجوبة عن مسائل الفلسفة"، "تحصيل السعادة"، "عيون المسائل"، "فصوص الحڪم"، "رسالة في سياسة"، "احياءُ العلوم"، "اغراض ارسطاطاليس في ڪتاب مابعدالطبعيات" ۽ "ماهية النفس" شامل آهن. اسلامي دنيا جو هيءُ مشهور فلسفي، حڪيم ۽ ٻوليءَ جو ماهر 950ع ڌاري دمشق ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

**الفاظ ادويہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالغفور همايوني صاحب، طب جي علم متعلق 1910ع ڌاري تصنيف ڪيو. طب جو علم ۽ شغل سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي عام مقبول رهيو آهي، جنهنڪري جڙي ٻوٽين، ٻين ۽ دوائن جا نالا پڻ سنڌيءَ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي رائج ٿيا آهن. 4 صدي هجري (10 عيسويءَ) ۾ عبدالوهاب فزاري ۽ 5 صدي هجريءَ (11 صدي عيسوي) ۾ ابو ريحان البيروني پنهنجن ڪتابن ۾ جڏهن جڙي ٻوٽين ۽ دوائن بابت لکيو تہ ڪيترن ئي جڙي ٻوٽين ۽ دوائن جا سنڌي نالا پڻ ڏنائون. ان بعد وقت گذرڻ سان شايد سنڌ ۾ طبي علم ايترو اوج تي نہ رهيو جنهنڪري سنڌيءَ ۾ طبي نالا بہ ايترا اوج تي نہ رهيا ۽ اڪثر عربي فارسي نالن کان ڪم ورتو ويو. هن پوئين ويجهي دور ۾ سنڌ جي طبيبن وري سنڌي لغات طرف توجهہ ڪيو ۽ "فرهنگ جعفري" جهڙن ڪتابن ۾ جڙي ٻوٽين ۽ دوائن جا سنڌي نالا آندا ويا. همايوني صاحب جو ڪتاب 'الفاظ ادويہ' (دوائن جا نالا) انهيءَ ڪري اهم آهي، جو مصنف هيءُ ڪتاب لکيو ئي انهيءَ ڪري تہ جيئن عربي ۽ فارسي نالن سان گڏ دوائن جا سنڌي نالا بہ معلوم ٿي سگهن. شروع ۾ ڄاڻايو اٿس تہ ڪن مصنفن (طب جي) عربي، يوناني ۽ فارسي لغات کي هنديءَ (اردو) ۾ ترجمو ڪيو آهي، مگر سنڌو وارن کي ان مان ڪو فائدو ڪونہ ٿو پهچي، جو اڄ تائين ڪنهن اها ڪوشش ڪانہ ڪئي آهي جو فارسي، يوناني لغات کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو وڃي.

**الف ـ بي:** عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ٻولين جي 'حروف تهجيءَ' جو نظام، جنهن ۾ 'الف' کان وٺي 'ي' تائين آوازن لاءِ سمورن اکرن جون مقرر شڪليون شامل هجن. مثلاً سنڌي ٻوليءَ جي صوتياتي نظام ۾ هن وقت تائين لکت ۾ 52 آوازن جون تحريري صورتون ٺاهيون ويون آهن، جن مان ڪن جا آواز خالص عربي هئڻ ڪري اچاريا نٿا وڃن ۽ انهيءَ سڄي نظام جو رسم الخط موجود آهي. (ڏسو: آئيويٽا).

**الف – بي جي تاريخ:** لکڻ جي الف- بي واري نظام جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ دنيا جي قديم لکتن جو سلسلو چوٿين سهيسر (ڏهہ هزار سال عرصي) ق. م جي پوئين اڌ کان آفرو- ايشيائي خطن ۾ شروع ٿي چڪو هو. انهيءَ اوائلي تاريخ کي ائين سمجهڻ گهرجي تہ هڪ وقت تي انسان پنهنجي خيالن، مشاهدن، ارادن کي اٽڪل پنجاهہ هزار سال اڳ غارن جي پٿرن تي نقشن ۽ علامتن وسيلي سادا سودا روپ ڏيڻ لڳو هو. اهي شڪليون ۽ روپ هلندي هلندي آوازن جي نمائيندگي ڪرڻ لڳا. آخرڪار اهي علامتون ٻوليءَ جي پدن يا آوازن بجاءِ استعمال ٿيڻ لڳيون ۽ لکت جي الف- بي واري، انهيءَ سلسلي جي ايجاد جو سهرو فنيقين تي آهي. خيال آهي تہ فنيقي سامي نسل جا ماڻهو سيام جي ڏکڻ وارن حصن جا رهاڪو چيا وڃن ٿا(فونيقين/ فونيشين لوڪن کي محترم تاج صحرائيءَ 'پڻي لوڪ' لکيو آهي، جن جو تعلق سنڌ سان بہ لکيو اٿس).

الف- بي جو نظام ڪهڙيءَ ريت وجود ۾ آيو؟

ٻوليءَ جي مختلف آوازن جي سڃاڻپ ڪري انهن کي الڳ ڪيو ويو. هر آواز لاءِ هڪ حرف مقرر ڪيو ويو ۽ ان کي ڪا شڪل يا صورت ڏني وئي. پوءِ ان شڪل ڏنل حرف کي ٻوليءَ جي انهيءَ آوازي پد جو نعم البدل سمجهيو ويو ۽ ان جو استعمال شروع ڪيو ويو. هي سرشتو اٽڪل 1500 ق. م ڌاري ڪنعاني فنيقين استعمال ڪيو. پوءِ قديم عبراني وارن 1000 ق. م ۾ ۽ لڳ ڀڳ ساڳيءَ وقت يونانين، قديم عربي ڪتبن ۾ بہ 900 ق. م ڌاري ۽ پوءِ ٻين ڪيترن لکتن ۾ الف بي وارو نظام قائم ٿي ويو.

ماهرن جو خيال آهي تہ ڪافي اڳ ۾ Acrophony جي ابتدا ٿي هئي، جنهن موجب ڪنهن لفظ يا شي لاءِ جيڪا صورت مقرر ڪئي هئي سا انهيءَ لفظ يا شيءِ جي نالي جي پهرين آوازِ جي مترادف سمجهي ٿي وئي، اها الف بي واري نظام جي اوسر لاءِ پهريون ڏس يا اشارو ثابت ٿي.

هڪ خيال آهي تہ الف بي واري لکت اتر شام جي "يوگارٽ" Ugarit نالي ماڳ جي کوٽائيءَ مان مٽيءَ جي آگر جيڏي ڳيٽي تي خط ميخي Cuniform ۾ ملي، جنهن جي قدامت 1500 ق. م ڪَٿي وئي آهي.

ٻين ماهرن جي راءِ آهي تہ Bublos جيڪو يونوچ سمنڊ جو پراڻو بندر هو ۽ لبنان ۾ بيروت جي اتر ۾ واقع هو، سو ان وقت جو وڏو تجارتي مرڪز بہ هو انهيءَ لحاظ کان ان جو مصر سان وڏو لاڳاپو بہ هو اتان لڌل لکت جو نمونو Ugarit واري لکت کان اڳ جو آهي. موهن جي دڙي جي لکت ۾ بہ ڪو نظام هوندو، جيڪو آڳاٽو آهي پر اهو پڙهجي نہ سگهيو آهي. البت مهرن تي لکت موجود آهي، جيڪا ان ڳالهہ جي ثابتي آهي تہ سنڌ ۾ پنج هزار سال اڳ بہ لکيت جو نظام موجود هو.

**الف - بي وار دوائن جي ڊڪشنري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آسودي مل جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن. وڌيڪ تفصيل ڄاڻايل ناهي. هيءُ ڪتاب 1927ع ۾ ڇپيو.

**الف ليليٰ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو اصل نالو ”الف ليلہ و ليلہ“ (هڪ هزار راتيون) آهي. جيڪو عام ٻوليءَ ۾ بدلجي ”الف ليليٰ“ مشهور ٿي ويو آهي. عربي ٻوليءَ ۾ ڪهاڻين جو هڪ مشهور ڪتاب. جنهن جي مؤلف/ مؤلفن بابت ڪا بہ ڄاڻ نہ آهي. پر اينتري خبر پوي ٿي تہ اهي ڪهاڻيون عراق ۽ مصر ۾ مختلف وقتن تي قلمبند ٿيون آهن. هن ڪتاب جو بنياد هڪ ايراني افسانوي داستان تي ٻڌل آهي. جنهن جون حڪايتون ’شهرزاد‘ جي زباني بيان ٿيل آهن.

آهستي آهستي ٻين حڪايتن جي اضافي جي ڪري هن جو نقشو اهڙو بدليو. جو ”الف ليليٰ“ پنهنجي موجوده صورت ۾ وچين دؤر جي عربي اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي مختلف پهلوئن جي هڪ نهايت دلڪش ۽ تقريباً هوبهو تصوير پيش ڪري ٿو. 1704- 1717ع جي زماني ۾ گالان (Galland) هن جو ترجمو فرانسيسي ٻوليءَ ۾ شايع ڪيو. ان کان پوءِ ٻين زبانن ۾ هن جو ترجمو ٿيندو رهيو. جنهنڪري ”الف ليليٰ“ کي دنيا جي بين الاقوامي ادب ۾ بہ هڪ ممتاز ۽ مستقل مقام مليو.

الف ليليٰ جي انگريزي ترجمن مان سر رچرڊ برٽن (R.F.Burton) جو ترجمو، جيڪو 1888- 1885ع ۾ 16 جلدن ۾ شايع ٿيو. اصل متن جو مڪمل ترجمو آهي، جنهن ۾ حاشين جو بہ اضافو ڪيل آهي. هن کان پهرين 1840ع ۾ لين (Lane) بہ ترميم ٿيل ۽ چونڊ متن جو هڪ انگريزي ترجمو ڪيو هو. سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ بہ هن ڪتاب جا ترجما ٿي چڪا آهن.

**الف ليليٰ باتصوير (پاڳو پهريون)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد حسال جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ليکڪ اسلاميہ پريس، لاهور مان 1891ع ۾ ڇپايو.

**الف ليليٰ سنڌي باتصوير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب موهن داس روچيرام جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب محمد يوسف ڪراچيءَ واري، اسلاميہ پريس، لاهور مان سال 1895ع ۾ ڇپايو.

**الف ليليٰ (حصو دوئم)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حافظ امام بخش جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 12 آنا آهي. ليکڪ هيءُ ڪتاب اسلاميہ پريس، لاهور مان سال 1896ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو.

**الف ليليٰ[2] (پاڳو چوٿون)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هوتچند جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 2 آنا آهي. ليکڪ اسلاميہ پريس، لاهور مان سال 1900ع ۾ ڇپايو.

**الف ليليٰ[3]** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فدا سرهيي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 42 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، اداره گلشن ادب، ٽنڊي محمد خان، سال 1960ع ۾ ڇپايو.

**الف ليليٰ[4]** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي حقير ابن مگڻ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت 10 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1961ع ۾ شايع ڪيو.

**اَلفي**: يڪو چولو ٻانهن کان سواءِ ڊگهو ٻهراڻ. فقيرن جي ڪفني. انهيءَ لباس جي شروعات درويشن ۽ لاطمع فقيرن ڪئي. جو انهن، لباس کان بي نياز ٿي، هڪڙيءَ چادر کي وچان چير ڏيئي اهڙو لباس ناهيو جنهن سان اڳ ۽ پٺ، پيرن تائين ڍڪجي وڃي. تاريخي لحاظ سان ان جي شروعات امام غزاليءَ کان ٿي. جنهن محل ماڙيون. ويس وڳا ترڪ ڪيا. تڏهن هڪڙيءَ چادر کي وچان چير ڏيئي يڪي چولي وانگر بدن کي ڍڪيائين ۽ راتو واهہ پنڌ ڪري وڃي ڪنهن جبل جي غار ۾ ويٺو هن وقت فقير فقراءَ بہ اهڙو لباس ڍڪيندا آهن. جنهن کي ”ڪفني“ چئبو آهي.



**آلُ ڪانءُ**: ڪانءُ جو ٻچو جيئن تہ ڪانءُ جي ٻچي جو وات پنهنجي قد بت جي لحاظ کان وڏو ٿيندو آهي ۽ هر وقت پنهنجي آکيري مان ڪنڌ ڪڍيو ”ڪان ڪان“ ڪندو رهندو آهي. تنهنڪري وڏو وات ڦاڙي اجايون رڙيون ڪندڙ کي طنزيہ طور ”آل ڪانءُ“ چوندا آهن.

**الڪِندي**: فلسفي، منطق، نجوم، رياضيءَ ۽ طب جو ماهر يوسف يعقوب ابن اسحاق الڪندي، 801ع ڌاري بصري ۾ ڄائو. سندس پيءُ اسحاق ابن صباح، ٽنهي عباسي خليفن، مهدي، هادي ۽ رشيد جي زماني ۾ ڪوفي جو امير رهيو هو. الڪندي، اسلامي دنيا جو پهريون فلسفي هو جيڪو هڪ ئي وقت يوناني ۽ سُرياني ٻولين ڄاڻڻ ڪري هڪ سٺو مترجم بہ هو خليفي هارون الرشيد، کيس انهيءَ ڪري پنهنجي درٻار ۾ رکيو تہ جيئن هو يوناني فلسفي، ارسطوءَ جي علم کي ترجمو ڪري سگهي. شاهي درٻار سان منسلڪ هوندي بہ. الڪندي اهو فلسفي هو. جنهن ”ڏکن مان نجات پائڻ جي ترڪيب“ نالي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾. انساني زندگيءَ کي هڪ ”ساموندي جهاز“ سان ڀيٽيندي، اِهو چيو تہ ”انسان ذات دولت ۽ ملڪيت جي تلاش واري سفر ۾ آهي. جيڪو هڪ منزل کان. پنهنجي حقيقي دنيا ڏانهن سفر ڪري رهيو آهي ۽ اهو جهاز هڪ ڏينهن انسان کي پنهنجي اصل مقصد ڏانهن وٺي ويندو، پر انسان جوان تي اصرار آهي تہ دولت ئي سيني ڏکن جي جڙ آهي.“

اسلامي دنيا جي هن عظيم مفڪر ۽ فلسفي 886ع ڌاري بصري ۾ وفات ڪئي.

**الڪ اخبار**: الڪ اخبار، سنڌ جي منفرد اخبار هئي ۽ تيزيءَ سان صحافت جي ميدان ۾ آئي ۽ جلد ”پسنديده“ اخبار بنجي وئي. 1998ع جي شروعاتي ڏينهن ۾ سنڌ دوست ڪاموري بشير احمد انصاريءَ الڪ گروپ آف پبليڪيشن جو قيام عمل ۾ آندو. جنهن ٻاران پهريون پيرو هڪ ئي وقت سنڌ جي ٽن شهرن ڪراچي، سکر ۽ حيدرآباد مان سنڌي اخبار ”الڪ“ جي شروعات ڪئي وئي. جنهن جو حيدرآباد ۾ ايڊيشن جو چيف ايڊيٽر ظهور انصاري ۽ ايڊيٽر منظور سولنگي هو. جڏهن تہ سکر ايڊيشن جو ايڊيٽر محمد خان سولنگي ۽ ڪراچي ايڊيشن جو انچارج تاج مريءَ کي بنايو ويو اٺن صفحن تي مشتمل هن اخبار جلد ئي پنهنجن ڪالمن ۾ مختلف سلسلن خاص ڪري ”سچ وڏو ڏوهاري“ پڙهندڙن ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي. هن اخبار ۾ خبرن جي حوالي سان اها ڳالهہ ٻين سنڌي اخبارن کان الڳ رهي تہ هن اخبار ساڳئي صفحي تي خبرن جي بقايا ختم ڪئي. مڪمل خبر صفحي تي ڏني وئي. اخبار جي هيڊ آفيس حيدرآباد جي نسيم نگر واري علائقي ۾ الفريد اسڪوائر ۾ قائم ڪئي وئي. اخبار کان سواءِ هن اداري ٻاران مئي 1998ع کان هڪ ادبي مخزن ”سنڌ لائين“ شروع ڪئي وئي. جنهن جو اعزازي ايڊيٽر ادريس جتوئي هو هن اداري ٻاران نڪرندڙ هن مخزن بہ سٺي مقبوليت ماڻي. ان کان سواءِ ٻارڙن جو رسالو ”شُشُر“ بہ جاري ڪيو ويو. جنهن جو ايڊيٽر اندرجيت لُوهاڻي کي مقرر ڪيو ويو.

اداري پاران "راڻي" نالي عورتن جو رسالو جو به ڊڪليئريشن ورتو ويو پر اهو رسالو جاري نه ٿي سگهيو. هيءُ ادارو ٻن سالن تائين سنڌي صحافت ۾ متحرڪ رهيو. خاص طور ڏکڻ سنڌ ۾ هن اخبار جي سرڪيوليشن تمام گهڻي هئي. هن اخبار ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، پير صبغت الله شاهه سورهيه بادشاهه، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، مير مرتضيٰ ڀٽي، سائين جي ايم. سيد ۽ ٻين سنڌ جي ساڃاهه وند شخصيتن جا ايڊيشن به ڪڍيا.

ٻن سالن جي سفر ۾ هيءُ اخبار ڪجهه مالي مشڪلاتن سبب بند ٿي وئي، پر صحافت جي تاريخ ۾ پنهنجا اثر ڇڏي وئي.

**الک واوَ**: پوڏيسر وٽ هڪ قدرتي کوهه آهي، جنهن کي "الک واوَ" چون ٿا. جنهن جي معنيٰ آهي 'غيبي يا لکل کوهه' روايت آهي ته ان چشمي جي پاڻيءَ ۾ ايتري سگهه هئي جو ڪوڙهه جا مريض اتي وهنجڻ سان شفا حاصل ڪري ٿي سگهيا. چندن ڳڙهه جو راڻو ڪوڙهه ۾ مبتلا ٿيو هو ته ڪيس ان چشمي جي پاڻي سان وهنجاريو ويو هو. جنهنڪري هو ٿورن ڏينهن ۾ نوبنو ٿي پيو هو.

راڻو چندن جيسلمير جي ڀٽياڻي شهزاديءَ سان پرڻيو هو. هڪ ڀيري چندن ٻاهر ويل هو ته ڀٽياڻيءَ ڪنهن ڪوڙي جوتشيءَ کان پڇيو ته چندن جي خبر چار ڏي. جوتشيءَ ڏکو هڻي چيو ته "راڻو مري ويو آهي". مڙس جي موت جو ٻڌي ڀٽياڻيءَ پوڏيسر ۽ ننگرپارڪر جي وچ تي هڪ نديءَ جي ڪنڌيءَ تي چتا تيار ڪرائي ان ۾ ڪٽي ٽپو ڏنو ۽ سڙي رک ٿي وئي. ان کان پوءِ ان نديءَ جو نالو "ڀٽياڻي ندي" پئجي ويو. راڻيءَ جي موت کان پوءِ راڻو چندن ويڳاڻو ٿي پيو ۽ راڄ ڇڏي ڏنائين.

**الله**: (عربي ٻوليءَ جو لفظ) خدا تعاليٰ جو ذاتي نالو (لفظي معنيٰ = عبادت ڪرڻ). الله جي ذات اعليٰ ۽ بلندترين آهي. قرآن شريف ۾ "الله" جو لفظ 2697 ڀيرا آيو آهي. ابن العربيءَ جو قول آهي ته "الله" جو اسم علم آهي ۽ انهيءَ برحق معبود تي دلالت ڪري ٿو. جنهن ۾ سڀ حقائق وجوديه موجود آهن. "الله" ذات باري تعاليٰ جو اسم اعظم آهي: "الله لا اله الا هو وحده". گهڻن عارفن جو اهوئي خيال آهي. علامه بيضاويءَ جو چوڻ آهي ته "الله" جو لفظ 'الله' مان مشتق آهي. ابوالهيثم کان جڏهن 'الله' جي اسم جي لغوي تحقيق جي باري ۾ پڇيو ويو ته هن چيو ته "حقيقت ۾ 'الاه' هو. ال تعريف داخل ڪيو ويو ته الله ٿي ويو. يعني ٻه متحرڪ لام هڪڙي هنڌ گڏجي ويا. انهيءَ ڪري هڪڙو لام ٻئي ۾ مدغم ٿي ويو ۽ 'الله' ٿي ويو." البيضاويءَ جو اهو چوڻ آهي ته اصل ۾ هي صفاتي نالو هو. مگر جڏهن الله جي ذات سان مختص ٿيو. تڏهن الله جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن لاءِ استعمال نٿو ٿئي. تڏهن هن کي اسم عَلَمَ جي حيثيت حاصل ٿي وئي. انهيءَ سلسلي ۾ قاضي شهاب الدين الخفاجيءَ جو هيءُ قول آهي ته "الله" جو اصل يا اشتقاق يا ان جي عربي غير عربي هئڻ جي باري ۾ ڪئين قول آهن ۽ انهن ۾ اختلاف آهي. جيتوڻيڪ چيو ويو ته جيئن انساني عقل خدا جي ذات ۽ صفات جي باري ۾ ٺوڪرون کائيندو رهيو آهي، اهڙيءَ طرح لفظ 'الله' بابت پڻ ششدر ٿي ويو آهي، ڇو ته هن لفظ ۾ به ان جي صفاتي نوراني شعاعن جو عڪس آهي. جنهن جي ڪري اهل بصارت ۽ بصيرت حيرت زده آهن.

ڪي عالم لفظ 'الله' کي سامي زبان جو لفظ ڄاڻائين ٿا. مگر انهيءَ باري ۾ يقين سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي. دراصل سامي ٻولين ۾ ڪي اهڙا لفظ مشابهت رکندڙ هم معنيٰ هوندا آهن. الزبيدي چوي ٿو ته 'الله' جو 'الف' حذف ڪري نٿو سگهجي. بلڪ الف سميت سڄي لفظ مان ئي 'الله' جو مقدس نالو بڻجي ٿو. ٻيو ته 'الله' انهن اسمن مان آهي. جن جي فعل مان اشتقاق جائز ڪونهي. ان جي برعڪس 'رحمان' ۽ 'رحيم' جي فعل مان اشتقاق ٿي سگهندو آهي. زبيدي چوي ٿو ته صحيح قول آهي ته 'الله' ان ذات جو اسم علم آهي، جو واجب الوجود آهي ۽ جنهن ۾ سڀني صفتون ڪمال انداز ۾ جمع آهن ۽ هيءُ غيرمشتق هوندو آهي.

"الله" اسم ذات آهي ۽ ذات باريءَ جي نالي لاءِ اهڙو موزون لفظ دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ موجود ناهي. اهو لفظ ذات باري تعاليٰ جي سلبي مفهوم سان گڏ ايجابي مفهوم ڪي به جامعيت سان ادا ڪري ٿو ان مان هڪ طرف سڀني باطل معبودن جي نفي ٿئي ٿي ته ٻئي طرف انهيءَ هستيءَ جي اثبات ٿئي ٿي، جنهن لاءِ قرآن شريف ۾ آهي ته "الله هڪڙو ئي ته آهي".

"الله" جي صفتن يعني تخليق، ربوبيت ۽ قدرت ڪامله جو ادراڪ نه ٿي سگهي ٿو، پر ذات جي حقيقت انسان جي علم ۽ فهم کان بالا آهي. مسلمان انهيءَ پاڪ نالي سان گڏ تعظيمي لفظن (تبارڪ و تعاليٰ، جل جلاله وغيره) جو اضافو ڪندا آهن. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو "خدا").

**الله جو وجود** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا غلام محمد گراميءَ جو لکيل آهي. هيءُ ڪرائون سائيز جو ڪتاب ڪچي جلد ۾ آهي، جنهن ۾ 88 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو ڀهريون، سنڌي ڪتاب گهر طرفان فردوس پريس حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ ڇپيو.

**الله ڦهائي**: هي ديهه جو نالو آهي، جيڪا ڪراچيءَ ۾ آهي. ناردرن باءِ پاس سان گڏ حب ڏانهن لياريءَ کان اڳ ساڄي هٿ تي هن ديهه جون حدون شروع ٿين ٿيون. هن جون حدون لياري نديءَ تائين آهن ۽ ڪار. ڪبڙ لڪ ڏانهن ويندي مراد بروهي ڳوٺ تائين آهن. هن ديهه جا گهڻي ڀاڱي ماڻهو مالوند آهن. انهن جو زراعت سان گهٽو تعلق آهي پر پاڻي گهٽ هئڻ ڪري هتي باراني طريقي سان زمين آباد ڪئي ويندي آهي. هن ديهه جو نالو موڪيءَ (موڪيءَ ۽ متارن واري تمثيلي داستان واري) جي پيءُ "الله ڦهائي" جي نالي پويان رکيل آهي.

**الماس**: جواهرات جو اعليٰ قسم. جنهن کي سنڌيءَ ۾ هيرو، سنسڪرت ۾ هيرڪ، فارسيءَ ۾ الماس ۽ انگريزيءَ ۾ ڊائمنڊ چوندا آهن. هيرو، جواهرات جي سڀني قسمن ۾ اعليٰ ڳڻيو وڃي ٿو. نُدرت، رنگينيءَ، پائيداريءَ، سختيءَ، اوجر ۽ چمڪ ۾ هن سان ٻيو ڪوبه جواهر مٽ ٿي نٿو سگهي. هن پٿر جي



ڪيميائي ماهيت ۾ خالص ڪاربان ٿيندو آهي. هيءُ پٿر، قلمن جي صورت ۾ گهڙيل ليندو آهي. هن جا قلم شفاف ٿيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن نيم شفاف يا غيرشفاف حالت ۾ به ليندو آهي. جوهري قدر و قيمت جا هيرا عموماً بي رنگ هوندا آهن. ڪي هلڪي رنگ ۾ زرد. نيرا ۽ ڳاڙهاڻ مائل هيرا به جواهرات ۾ پسند ڪيا ويندا آهن. جيڪي هيرا غيرشفاف ۽ ڪارا هوندا آهن. اهي صنعتي ڪم ۾ استعمال ٿيندا آهن. جن هيرن ۾ هلڪي زرد رنگ جي جهلڪ

هوندي آهي، تن کي "بناسپتي" چوندا آهن. جن هيرن ۾ خاڪي ۽ ملاگيري رنگ جهلڪندو آهي، تن کي "تيليو" چوندا آهن.

هيري جو استعمال قديم زماني کان ٿيندو رهيو آهي. 480 سال. ق. م. ۾ يوناني ديوتا جي هڪڙي بوتي جي اکين ۾ هيرا جڙيل هوندا هئا. هيري جي دريافت 8 سئو سال ق. م ۾ هندستان ۾ ٿي. سختيءَ جي لحاظ کان هيرو سخت ترين جوهر آهي، انهيءَ ڪري هيري جون ڪُنڊون گهٽي استعمال سان به نه گسنديون آهن. ۽ پائدار ٿينديون آهن.

چون ٿا ته اڳ هيرا هندستان جي کاڻين مان لهندا هئا. حيدرآباد دکن جي شهر گولڪنڊي ۾ هيرن جي بازار هوندي هئي، ۽ هتي هيرن کاڻ جو ڪم ٿيندو هو. اڄڪلهه به هندستان ۾ ٿورا گهڻا هيرا لهن ٿا. 1866ع ۾ آفريڪا ۾ هيرن جون کاڻيون لڌيون. 1870ع تائين برازيل جي کاڻين مان هيرا ملندا رهيا. آفريڪا جي گهڻن علائقن مان هيرا ملندا رهن ٿا، جن ۾ دنيا جو وڏي ۾ وڏو هيرو "ڪيلي نن" 31.5 ڪئريٽ وزن جو ٽرانسوال جي کاڻ مان 1905ع ۾ لڌو. دنيا جي مشهور تاريخي هيرن ۾ ڪوهنور (وزن 93. 108 ڪئريٽ) آهي، ريجنٽ (وزن 137 ڪئريٽ) دنيا جو سڀ کان وڌيڪ نفيس ۽ قيمتي هيرو تصور ڪيو وڃي ٿو جيڪب ڊائمنڊ (180 ڪئريٽ)، نظام دکن جي جواهرات ۾ سڀ کان قيمتي هيرو ايمسٽر ڊئم (8. 198 ڪئريٽ) آهي. هوپ (وزن 44.5 ڪئريٽ) هي سبزي مائل نيلي رنگ جو هيرو دنيا جو سڀ کان نياڻو هيرو تصور ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ٻيا به ڪيترائي هيرا مشهور آهن.

**المرتضيٰ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 58 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڇاپيل آهي. هن جو ڇاپو پهريون، حاجي امام بخش خواجه ميرپوربٺوري جو رهاڪو، پنجتني اماميه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**المصطفيٰ**: پهريون سنڌي ٽائيپ رائيٽر 72- 1971ع واري سال ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽيءَ پاران، سنڌي ٻوليءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ، سنڌي شارٽ هينڊ ۽ سنڌي ٽائيپ رائيٽر تيار ڪرايو. پهرين مشين سوئٽزرلئنڊ جي هرمس ڪمپني کان ٺهرائي مارڪيٽ ۾ آندي وئي، انهيءَ ٽائيپ رائيٽر مشين جو نالو "المصطفيٰ" سنڌي ٽائيپ رائيٽر رکيو ويو. اُن مشين جو ٻيو ايڊيشن هريپور هزاره مان پاڪستان جي ٽيليفون واري صنعت طرفان 1993ع ۾ ٺهرايو ويو. سڄي پروجيڪٽ پنيان سيد غلام مصطفيٰ شاهه، تڏهوڪي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جو هٿ رهيو. هن جي تياريءَ ۾ ماهر عنايت الله عباسيءَ جو هٿ هو ۽ ٻوليءَ جا ماهر محمد ابراهيم جويو ۽ ڊاڪٽر الانا هئا.

**المنار** (رسالو): هيءَ سنڌي رسالو جيڪو ماهوار شايع ٿيندو هو. ان جو ايڊيٽر عبدالرحيم ڪرل هو جيڪو پوءِ خيرپورميرس جو چيف جج مقرر ٿيو. رسالو 1930ع ۾ جاري ٿيو. حافظ عبدالحميد پٽي رسالي جو پرنٽر ۽ پبلشر هو. 1933ع ۾ "المنار" حافظ عبدالحميد جي ايڊيٽريءَ ۾ هفتيوار اخبار بنجي وئي. اخبار جي پاليسي سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جي فائدي ۾ هئي. رسالي واري زماني ۾ پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي اُن جا مکيه مضمون نگار هئا. ڪجهه وقت مرحوم جي فرزند رشيد پٽيءَ پڻ هيءَ اخبار ڪڍي.

**الوحي الوفي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مولانا درمحمد "خاڪ" صديقي ڪانڌلوي آهي. ڪتاب جي قيمت 2 رپيا آهي. ڪچو جلد، صفحا 86، ڪرائون سائيز ۾، منظور احمد صديقيءَ ڇپايو. پهريون ڇاپو حيدري پريس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپيو.

**الوحيد** (اخبار): روزاني سنڌي اخبار، جيڪا 1922ع ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون، ڪراچيءَ مان جاري ڪئي. دراصل هن اخبار ذريعي 1921ع جي تاريخي خلافت ڪانفرنس ۽ خلافت تحريڪ کي زور وٺائڻ جو مقصد هو. هيءَ ٿي اها اخبار آهي، جنهن کي سنڌ ۾ سياسي بيداريءَ جو نقيب قرار ڏيئي سگهجي ٿو هن اخبار ذريعي نظرياتي تحريڪ کي وڏي مدد ملي. هن اخبار ۾ سنڌ جا ممتاز سياسي رهنما، عالم ۽ دانشور پنهنجون تحريرون ڏيڻ تي فخر محسوس ڪندا هئا. هن اخبار جي ايڊيٽرن ۾ سنڌ جو مايه ناز اديب ۽ سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌي، دين محمد عليگ، قاضي عبدالرحمان ۽ مولانا دين محمد وفائيءَ جهڙا فاضل شخص شامل هئا. هن اخبار سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري تحريڪ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو "الوحيد" جو "سنڌ آزاد نمبر" (1936ع) تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

'الوحيد' جو 'سنڌ آزاد نمبر' نئين انداز ۾ محمد ابراهيم جويي، سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت حيدرآباد پاران، نئين پيش لفظ سان ٻيهر ڇپائي پڌرو ڪيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن نالي سان اخبار وري جاري ٿي، جنهن جا آخر ۾ ايڊيٽر حافظ خيرمحمد اوحدي ۽ مولانا ڪريم بخش نظاماڻي رهيا.

**الور**: راءِ گهراڻي (494ع- 622ع) ۽ برهمڻ گهراڻي (622ع- 712ع) جي دور ۾ سنڌ جو تختگاهه. تفصيل لاءِ ڏسو "اروڙ".

**اَلولَڪُ**: هڪ قسم جو ڳهه، جيڪو ڪنن جي پاپڙين ۾ پائبو آهي. اهو ڳهه گهڻو ڪري چانديءَ جو جُڙي، پر ڪي سرنديءَ وارا اِهو ڳهه سون مان به جوڙائيندا آهن.

**الھہ آندو شاھہ**: سيد الھہ آندو (اَلهندو) شاهه ولد سيد يوسف شاهه 17 آڪٽوبر 1857ع تي ڳوٺ ڏيري تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. هو متعلوي سيدن جي شاخ مان هڪ وڏي خاندان جو فرد ۽ وڏي هلندي پڄندي وارو شخص هو. هن ابتدائي تعليم ڏيري جي مدرسي ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ورتي. ۽ پوءِ جلد ئي سنڌي ۽ انگريزيءَ جي تعليم به ورتائين. شاهه صاحب 1897ع کان ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ حيدرآباد جو چونڊيل ميمبر هو ۽ جڏهن پهرين نومبر 1912ع تي نواب شاهه ضلعو ڏار قائم ٿيو ته انهيءَ ضلعي جو 1919ع تائين چونڊيل ميمبر رهيو. شاهه صاحب مسلمانن جي تعليم



لاءِ سن 1903ع ۾ نوشهري فيروز ۾ مدرسو قائم ڪري مسلمان ٻارن کي خوب همٿايائين. مدرسي لڳ ٻاهران آيل شاگردن لاءِ 1904ع ۾ هاسٽل ٺهرايائين. 1918ع ۾ هن مدرسي کي هاءِ اسڪول جو درجو مليو ۽ اهو هاءِ اسڪول اڄ به سندس ياد تازي ڪري رهيو آهي. هيءَ مدرسو ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسته الاسلام کان پوءِ ٻئي نمبر تي هو. هو 1909ع کان لڳاتار ڪيترائي سال بمبئي ڪائونسل جو چونڊيل ميمبر رهيو. ڪجهه عرصو "سنڌ محمدن ائسوسيئيشن" جو صدر به رهيو. 1916ع ۾ دهليءَ جي وائسراءِ جي اسيمبلي جو چونڊيل ميمبر ٿيو. سيد الھہ آندو شاهه وڏو سخي دل انسان هو. ضرورتمندن کي در تان واپس نه موٽائيندو هو. نندي خواهه وڏي، امير توڙي غريب لاءِ وٽس ساڳي ڪرسي هوندي هئي. هو صوم و صلوات جو پابند هو. مسجدون، مسافر خانا ٺهرائڻ، کوهه کوٽائڻ، آئي جي آڌر ڪرڻ سندس خاص مشغلو رهيو. هن مثالي انسان 19 آڪٽوبر 1919ع تي ڏيري ۾ وفات ڪئي.

**الهام**: الهام جي لغوي معنيٰ آهي گيهڻ، نڙيءَ مان اندر پيٽ ۾ وجهڻ، ڪنهن شيءِ کي جذب ڪرڻ. ابن خلدون "الهام" کي وجدان جي هڪ صورت خيال ڪيو آهي. امام راغب لکيو آهي ته الهام جي معنيٰ آهي، ڪنهن جي دل ۾ ڪا ڳالهه وجهڻ ۽ القاءُ ڪرڻ. ليڪن هيءُ لفظ اهڙيءَ ڳالهه جي القاءُ سان گڏ مخصوص ٿي چڪو آهي، جا الله تعاليٰ جي طرفان ڪنهن جي دل ۾ وڌي وڃي. يعني "الهام" جي معنيٰ "دل ۾ وجهڻ". هن هيءَ حديث نقل ڪئي آهي ته "الاهي، آءٌ تنهنجي رحمت جو ٿورائتو آهيان، منهنجي دل ۾ اهڙي ڳالهه وجهه، جيڪا منهنجي رشد و هدايت جو سبب ٿئي." گويا الهام مان مراد الله تعاليٰ جي طرفان دل ۾ ڪنهن شيءِ يا ڳالهه جو القاءُ آهي. سيوطيءَ جي خيال موجب اهڙو القاءُ، جيڪو انسان کي ڪنهن ڪم تي آماده ڪري يا روڪي ڇڏي. ابن الاثير لکيو آهي ته الهام وحيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن سان الله تعاليٰ پنهنجن بندن مان جنهن کي گهري سرفراز ڪري.

الهام، علم ۽ ادراڪ جو سرچشمو آهي. امام غزاليءَ علم بذريعه اڪتساب ۽ علم بذريعه الهام ۾ فرق بيان ڪيو آهي: جيئن هڪڙيءَ کڏ ۾ پاڻي ٻاهران اچي گڏ ٿيندو آهي، جنهن ۾ ڪک ڪانا ۽ ڪچرو به هوندو آهي. ٻيءَ کڏ ۾ پاڻي اندران کوهه جي نارن وانگر پرچي ويندو آهي، جيڪو صاف شفاف هوندو آهي. ٻاهران آيل پاڻيءَ کي اڪتسابي علم ڪري ڀانئجي ۽ اندران آيل پاڻيءَ کي الهامي علم ڪري ڄڻجي. اهڙيءَ طرح الهام جو مطلب ٿيو: اندر جو خدائي آواز خدا جي طرفان دل ۾ آيل ڳالهه يا القاءُ.

**الهام الباري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب دين محمد وفائيءَ جو لکيل آهي. هيءُ ڊبل ڪرائون سائيز ڪتاب 144 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت سوا رپيو اٿس. حڪيم محمد عبدالحق هيءُ ڪتاب شيام ليٿو پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1935ع ۾ ڇاپيو. هن ڪتاب کي پوءِ مڪمل حصن جي صورت ۾ سکر جي تاجر ڪتب، حڪيم عبدالخالق ڇاپيو. جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو: ان جو پهريون جلد ڪچي جلد سان 152 صفحن جو آهي. هيءُ ڪتاب، رايل سائيز ۾، قيمت 2 رپيا، حڪيم عبدالخالق تاجر ڪتب، سکر ڇاپيو پهريون ڇاپو 1952ع ۾ شايع ٿيو. ٻئي جلد ۾ صفحا 144 آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 8 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ جلد سال 1956ع ۾ شايع ٿيو. ٽئين جلد ۾ 272 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. سال 1956ع ۾ ڇپيو. چوٿين جلد جي قيمت 3 رپيا آهي. ڪچي جلد ۽ ڊيمي سائيز واري هن جلد جو ڇاپو پهريون، مقبول عام پريس، لاهور مان 1963ع ۾ ڇپيو. پنجين جلد ۾ 152 صفحا آهن. رايل سائيز ڪچو جلد، قيمت 3 رپيا. ان جو ٽيون ڇاپو مقبول عام پريس، لاهور مان 1963ع ۾ شايع ٿيو. جلد پنجين جو چوٿون ڇاپو آفتاب عالم پريس، لاهور مان سال 1964ع ۾ ڇپيو. ڇهين جلد ۾ 180 صفحن تي مشتمل آهي. هن جلد جي ڇپجڻ جو سال وغيره ڄاڻايل ناهي. ستين جلد ۾ 140 صفحا آهن. ڇپجڻ جو سال ۽ پريس ڄاڻايل ناهي.

**الهام الرحمان (حصو پهريون)** (ڪتاب): هيءُ ڪلام پاڪ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 363 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو اٿس. شيخ عبدالعزيز هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو الحق پريس، حيدرآباد مان سال 1911ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**الهام الرحمان في تفسير القرآن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ 264 صفحا آهن. قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. عبيد الاهي ڪتب خاني، نيو سعيدآباد طرفان خادم وطن پريس، حيدرآباد مان سال 1966ع ۾ ڇپيو.

**الهه اوپايو ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلعي دادو ۾ آهي. ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار ٿئي ٿو. هڪ ملاح الهه اوپايو جي نسبت سان هن ڍنڍ جو نالو آهي. هن ڍنڍ کي فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. چيو وڃي ٿو ته هن ڍنڍ تي اڳي هڪ پٿڻ هيو، جيڪو موراڙو پٿڻ سان مشهور هو. ياد رهي ته موروڙي ميربحر جي والد جو نالو به الهه اوپايو هيو. هنن ٻنهي نالن جي ڇا حيثيت، اهميت ۽ لاڳاپو آهي ۽ اهي ڪيئن هتي ملن ٿا، تنهن تي تحقيق جاري آهي.

**الهبچايو ڪرهيي پوٽو**: سندس والد جو نالو محمد سومار هو. ڳوٺ ڪرهيي ياندباريءَ ضلعي بدين ۾ 1878ع ۾ ڄائو. 1945ع ۾ لڏي مانٽاري ۾ آيو جتان پوءِ بدين شهر ۽ پوءِ ڳوٺ پير عالي شاهه ۾ اچي رهيو. سندس والد محمد سومار شيخ مشهور شاعر ۽ اديب هو. الهه بچايي ڪرهيي پوٽي جو بيتن ڏانهن خاص لاڙو هو. هن صنف تي سندس ٻه ڪتاب: "روحاني ادبيات" ۽ "قصو ڪرهيي پير جو" ڇپجي چڪا آهن. سندس باقي ڪلام "ڪليات شيخ الهبچايو" جي نالي سان ڇپيو آهي. الهه بچايي شيخ 1962ع ۾ وفات ڪئي.

**الهبچايو لاسي**: سنڌ جو جهونو ملهه، ريڊيو پاڪستان ۽ ٽيليويزن جو مشهور فنڪار. الهبچايو لاسي ولد محمد قاسم لاسي، لسٻيلي جي تعلقي اٿل ۾ 1930ع ڌاري پيدا ٿيو. هن پهريائين پهلوانيءَ جا ڪرتب ڏيکاريا، ۽ ملهه وڙهڻ جي شروعات قلندر لعل شهباز جي ميلي تي لڳنڊڙ ملاڪڙي کان ڪئي. هيءُ انب شيدي ۽ هنڌل مڪرانيءَ جي ٽولي ۾ شامل هو ۽ ٻئي جوڙ جو ملهه هو. تنهن کان پوءِ هو گهڙي وڄائڻ جي شوق ۾ استاد الهبچايي خاصخيليءَ جي شاگرديءَ ۾ آيو ۽ جلد ئي هڪ سٺو فنڪار بڻجي ويو.

الهبچايو پهرين پاڪستان ٽيليويزن تي استاد محمد بچل ڍولڪ نواز جي وسيلي سان آيو. جنهن کان پوءِ هو ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي آيو. هن پنهنجي فن جو ڀرپور مظاهرو ڪيو ۽ گهڙي وڄائڻ جو هڪ ناميارو فنڪار بڻجي ويو. هو پنهنجي فن جو مظاهرو ڏکڻ ڪوريا کان سواءِ ٻين ملڪن ۾ ڪري چڪو آهي. سندس پهريون غيرملڪي دورو 1984ع ۾ ٿيو هو.

**الهبچايو مرڻاس**: سنڌ جو مشهور قومي ڪارڪن الهبچايو مرڻاس، 1948ع ۾ ڳوٺ 'باگوڙه' تعلقي ميرپورماٿيلي ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. پرائمري ۽ قرآن شريف جي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. مئٽرڪ هاءِ اسڪول ميرپورماٿيلي مان ڪيائين. ون يونٽ ٽوڙڻ ۽ لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ واري تحريڪ ۾ مارو ٽڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي جنرل سيڪريٽري رفيق انڊڙ جي سنگت ۾ بک هڙتال تي ويٺو جنهن دوران جيل ڪاٽيائين. هاري تحريڪ ۾ وڌو حصو ورتائين.



قبائلي تڪرارن سبب هن جا ٻه ڀائر ماريا ويا. شيخ اياز ۽ فتاح ملڪ هن جا مفت ڪيس وڙهيا. ان عرصي ۾ سائين جي. ايم. سيد سان واسطو ٿيس ۽ جيئي سنڌ تحريڪ ۾ شامل ٿيو. جيلن ۾ وڃڻ ۽ تشدد سبب ٻوڙو ٿي پيو. ڊاڪٽر حميده کهڙو وقت به وقت سندس مالي مدد ڪئي. هن "سنڌ دوست" رسالو پڻ جاري ڪيو. 'لطيف ادبي اڪيڊمي' ڪراچي قائم ڪري ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايائين، جن ۾ نجم عباسيءَ جو ڪتاب 'ڏنم اڻ ڏٺل'، حميده کهڙو جو 'ڳچين سندا ڳچ'، دادا سنڌيءَ جو 'ڏيئي ڏنپ ڏڏن' ۽ ايوب کهڙي جو ڪتاب "Sufferings of Sindh" اهم آهن. ڪجهه عرصو وڪيلن سان ڪم

ڪيائين. ڪرو ماڻهو هو ۽ ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪيندو هو. پاڻ اپريل 2000ع ۾ گذاري ويو.

**الهچايو ميمڻ:** هڪ سخي مرد، با حيا ۽ صابر، ديني خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪرڻ وارو. شهر ٻنگريي ۾ تي گذريو آهي. پاڻ پنج درجا سنڌي پڙهيو ۽ پوءِ ديني تعليم وقت جي برک عالم حافظ محمد سليمان کٽيءَ وٽ حاصل ڪيائين. هو هڪ سماجي ڪارڪن بہ هو. ٻنگريي شهر مان ٻہ دفعا لوڪل بورڊ جو ميمبر چونڊيو. واندڪائيءَ ۾ اسڪولي شاگردن کي قرآني تعليم ڏيندو هو. هي ءُ پرهيزگار شخص 12 فيبروري 1982ع تي گذاري ويو.

**الهچايو يار محمد سمون:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب ۽ محقق 9 مئي 1912ع تي ملير ضلعي ڪراچي ۾ سمن جي قديم خاندان جي هڪ غريب گهر ۾ ڄائو. ڊسمبر 1958ع ۾ وفات ڪيائين. الهچايو يار محمد سمو ڪراچيءَ جو اهو پراڻو ليکڪ ٿي گذريو آهي، جنهن ڪراچيءَ جي قديم لهجي، لسبيلي دادوءَ ۽ ڄامشوري جي سنڌي ٻوليءَ جي ڪوهستاني ۽ لاسي لهجن ۽ اتان جي ادب ۽ ثقافت جي



تاريخ بيان ڪئي آهي. هن جا ٻہ ڪتاب "سير ڪوهستان" (1942ع) ۽ "لاڙ جو سير" (سنڌي ادب)، انفرادي حيثيت رکن ٿا، جنهن ۾ سندس زباندانی، انشا ۽ پردازي، طرز تحرير ۽ اسلوب جي نواڻ موجود آهي. سير ڪوهستان سنڌي ادب جي هڪ لافاني تخليق آهي. اهڙيءَ طرح لاڙ جو سير (1971ع) ڪتاب ۾ لاڙ جي تاريخ، ثقافت ۽ لهجي جو بهترين تذڪرو ڪيو آهي. يار محمد سمي جا هي ٻئي ڪتاب سنڌي نصاب ۾ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ شامل رهيا آهن.

**الهہ بخش ٽالپر:** الهہ بخش ولد حسين خان ٽالپر سندس ڳوٺ درياخان ٽالپر جوهي جنهن کي "نوڙها لٽيون" بہ چوندا آهن ۽ تعلقي هالا، ضلعي حيدرآباد ۾ آهي، جتي هن 31 مارچ 1914ع تي جنم ورتو. پرائمري اسڪولن ۾ ملازمت ڪيائين، جتان پنهنجي اهليت سان، پوءِ اسڪولن جو سپروائيزر بہ ٿيو ۽ اتان ئي رٽائر ڪيائين. ادبي ذوق رکندڙ هو. پارسي ٻوليءَ جي بہ ڄاڻ هيس. ننڍا علمي ادبي ڪتاب لکيائين. سندس تصنيفن جو تعداد 15 آهي، جن مان "پرديسيءَ جو پيار" ناول مشهور اٿس. 18 اپريل 1976ع تي وفات ڪيائين.

**الهہ بخش "سرشار" عقيلي:** ناميارو شاعر الهہ بخش ولد حافظ محمد صديق عقيلي ڪراچيءَ شهر ۾ 21 جنوري 1907ع تي ڄائو "سرشار" سندس تخلص هو. روينيو کاتي ۾ ڪلارڪيءَ کان ملازمت شروع ڪيائين ۽ 1958ع ۾ ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. غزل جو بلند پايہ شاعر ۽ عروض جو وڏو ماهر هو هن نثر ۾ پڻ ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکيا. مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ جو عقيدتمند هو سندس تصنيفن ۾ 'رموز النساء'، 'دعوت اسلام' (ترجمو)، 'مناسڪ الحج'، 'سنڌي راڳ جي مختصر تاريخ'، 'علم هيئت'، 'تذڪره سهروردي' شامل آهن. 15 جنوري 1972ع تي وفات ڪيائين.

**الهہ بخش سگهڙ:** الله بخش پٽ مگيلڏو پالاري ويلل سَري، محال ڪوهستان جو نامور سگهڙ هو جيڪو مرحوم نجف علي شاهہ "ڪمتر" جي اوطاق حيدرآباد ۽ مياڻيءَ ٻيلي ۾ ڪافي لوڪ ڪچهرين ۾ شريڪ رهيو

ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي شاعرن جو گهڻو ڪلام ڪيس ياد هو.

**الهہ بخش سگهڙ[2]:** سگهڙ الهہ بخش ولد لونگ ماڇي، تخلص "جوڳي" سندس جنم جو سال 1937ع آهي. هالا اسٽيشن لڳ رهندو آهي. ٻہ درجا پرائمري پڙهيائين ۽ مزوري ڪندو آهي.

**الهہ بخش سومرو، شهيد:** سنڌ جو محب وطن، تجربيڪار ۽ عظيم سياستدان. شهيد الهہ بخش سومرو 1901ع ۾ شڪارپور شهر ۾ ڄائو شهر جي ٺيڪيدار مستري محمد عمر جو فرزند هو جيڪو پنهنجي وقت جو ايماندار ٺيڪيدار ۽ آبادگار هو الهہ بخش سومرو سندس وڏو فرزند هو هيءُ سال 1912ع ۾ ثانوي تعليم لاءِ هوپ فل اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد، پيءُ سان گڏجي ٺيڪيداري ڪرڻ لڳو تعليم دوران پنهنجي وقت جو ذهين شاگرد هو راندين خاص ڪري ڪرڪيٽ سان دلچسپي هيس ۽ ڪيترن مقابلن ۾ حصو ورتائين. هن 1923ع ڌاري سياست ۾ قدم رکيو 1923ع ڌاري، هيءُ جيڪب آباد ميونسپالٽيءَ ۽ ضلعي لوڪل بورڊ سکر جو ميمبر چونڊيو 1926ع ۾ خانبهادر جان محمد پناڻ جهڙي سلطان ڪوٽ ۽ سکر ضلعي جي بااثر ۽ اهم زميندار جي مقابلي ۾ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي ويو هن جا پٽي خاندان سان، پنهنجي والد جي زماني کان سٺا تعلقات هئا. انڪري هن بمبئي ڪائونسل ۾ سر شاهنواز ڀٽي جو ساٿ هٿ ٿي ڪم ڪيو جيڪو ان زماني ۾ بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ جي مسلمان ميمبرن جو ليڊر هو ذهين ۽ باصلاحيت هئڻ ڪري، الهہ بخش سومرو بمبئي ڪائونسل جي ميمبريءَ دوران ڪائونسل سان واسطو رکندڙ سرڪاري ڪميٽين تي چونڊيو ويو اهڙيءَ طرح هي 1926ع کان 1936ع تائين، جيسين سنڌ بمبئيءَ سان شامل هئي، بمبئي ڪائونسل جو ميمبر رهندو آيو. ان کان اڳ 1928ع ۾ هي ضلعي لوڪل بورڊ سکر جو پريزيڊنٽ چونڊيو جنوري 1931ع ۾ جيڪب آباد ۾ گهوڙن جي ساليانی نمائش جي موقعي تي سنڌ جي لوڪل بورڊن جي صدرن ۽ چيف آفيسرن جي ڪانفرنس ڪوٺائي، هن لوڪل بورڊن جي تنظيم، اختيارن ۽ سڌارن بابت ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪرايا ۽ سنڌ جي لوڪل بورڊن جي ائسوسيئيشن قائم ڪرايائين. ان موقعي تي هن سنڌ جي مسلمان سياستدانن جي ڪانفرنس سيٺ حاجي عبدالله هارون جي صدارت ۾ ڪوٺائي، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ ۽ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس جي ٺهرائن جي تائيد ۾ ٺهراءَ پاس ڪرايا. 1934ع ۾ جڏهن جي. ايم. سيد جي بنگلي (ڪراچيءَ) ۾ 'پيپلزپارٽي' نالي



وئي تہ اُن جو ليڊر شاهنواز ڀٽي کي ۽ ڊپٽي ليڊر الهہ بخش سومري کي چونڊيو ويو 1936ع ۾ 'اتحاد پارٽي' قائم ٿيڻ تي هيءُ اُن ۾ شامل ٿيو سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ بعد 1937ع جي چونڊن ۾ اتحاد پارٽيءَ جا 24 ميمبر چونڊجي آيا، پر اُن جو ليڊر سر شاهنواز ڀٽو ۽ ڊپٽي ليڊر حاجي عبدالله هارون هارائي ويا، ان تي گورنر سر لئنسليٽ گرهام، سر غلام حسين کي وزارت لاءِ گهرايو جنهن جي پارٽيءَ جا صرف 5 ميمبر چونڊجي آيا هئا. هن مير گروپ کي وزارت ڏئي، اتحاد پارٽيءَ جي ميمبرن ۾ ڦوٽ وڌي ۽ هندو انڊيپينڊنٽ پارٽيءَ جي مدد حاصل ڪري وزارت ٺاهي. ميران محمد شاهہ بہ اتحاد پارٽي ڇڏي وڃي وزارت ۾ شامل ٿيو انڪري اتحاد پارٽيءَ جي مجيل ميمبرن

الهه بخش سومري کي ليڊر ۽ مسٽر هاشم گزدر کي ڊپٽي ليڊر چونڊي، مخالفت ۾ ويهڻ شروع ڪيو. 1937ع جي آخر ۾ اتحاد پارٽيءَ جي سر غلام حسين جي وزارت سان هڪ پروگرام جي بنياد تي اتحاد ٿيو ۽ ان پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ هڪ ورڪنگ ڪاميٽي ناهي وئي، جنهن تي الهه بخش، هاشم گزدر ۽ جي. ايم. سيد ميمبر هئا؛ پر ان پروگرام تي عملدارن جي غلط روش، وزارت ۾ غيرتجربيڪار ۽ نااهل وزيرن جي موجودگيءَ ۽ اتحاد پارٽيءَ جي وزارت ۾ نمائندگيءَ کان سواءِ وزارت جي مدد سبب عملدرآمد نه ٿي سگهيو. نتيجي طور مير غلام حسين کي تجويز ڏني وئي ته الهه بخش، خانبهادر کهڙي ۽ نهچلداس کي وزير ڪري ڪڍي، پر اها تجويز به عمل هيٺ نه آئي. نتيجي طور مارچ 1938ع جي بجيٽ وقت "هڪ ربيو ڪٽ" جي ٺهراءَ پاس ڪرڻ سان غلام حسين جي وزارت کي شڪست آئي ۽ نئين وزارت الهه بخش سومري جي هٿ هيٺ ناهي وئي. هيءَ وزارت ڪانگريس ۽ هندو انڊيپينڊنٽ پارٽيءَ جي مدد سان ٺهي، ان ۾ الهه بخش سومرو وزيراعظم ۽ پير الاهي بخش ۽ نهچلداس وزيراڻي به وزير ٿيا. جنهن صورت ۾ وزارت ناهڻ ۾ صرف ستن مسلمانن ووٽ ڪيو هو ۽ باقي سڀ ميمبر هندو هئا، انڪري مسلمانن جي تعليم يافته طبقي طرفان احتجاج ٿيو. نڪتل وزيرن صورتحال کي وڌيڪ مشتعل ڪيو. جنهن تي وزيراعظم الهه بخش سومري 29 مارچ 1938ع تي وزارت جي پاليسيءَ بابت هڪ بيان جاري ڪيو ته (1) ملڪي انتظام کي قومپرست بنيادن تي هلايو ويندو؛ (2) سکر بئراج سبب سنڌ جي ڪن حصن کي زراعت ۾ نقصان پهتو آهي، ان ڪري لوئر سنڌ بئراج جي اسڪيم تيار ڪئي ويندي ته جيئن عوامي مفاد پورا ٿين: (3) اتر سنڌ (روهڙي ڊويزن) جا واهه سڌاريا ويندا: (4) ڪانگريس وزارت وانگر وزير گهٽ پگهار کڻندا: (5) آنرري مئجسٽريٽيون ختم ڪيو وينديون: (6) آزمائشي طور ضروري رستن جو ڪم لوڪل بورڊن کي ڏنو ويندو؛ (7) پرائمري ماسترن جي پگهار ۾ 5 روپين جو اضافو ڪيو ويندو؛ (8) مولانا عبيدالله سنڌي واپس آيو ته سندس آجيان ڪنداسون؛ (9) سنڌ فرنٽيئر ريگيوليشن ختم ڪرڻ لاءِ ڪميٽي مقرر ڪئي ويندي وغيره.

1938ع ۾ الهه بخش وزارت ڊلون وڌايون، جنهن تي اتحاد پارٽيءَ جا ميمبر ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. حاجي عبدالله هارون مسلم ليگ ۾ شامل ٿي چڪو هو. 11 آڪٽوبر 1938ع تي جناح صاحب جي صدارت ۾ هندستان جا مسلم ليگي اڳواڻ ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿيا. اجلاس ۾ الهه بخش ۽ جي. ايم سيد به شريڪ ٿيا. سيني مسلم ليڊرن الهه بخش کي مسلم ليگ سان الحاق ڪرڻ جي گذارش ڪئي، جا هن قبول ڪئي ۽ ٺاهه تي صحيحون ڪيون ويون. ليڊر جي مسئلي تي جناح صاحب نئين ليڊر جي چونڊ جي حق ۾ هو ۽ سر غلام حسين هن موقعي کي طاقت هٿ ڪرڻ جو وسيلو سمجهيو. نتيجي طور ٺاهه ٽٽي ويو. الهه بخش ليڊر جي نئين چونڊ جي مخالفت ڪئي. نتيجي طور جناح صاحب ضد ۾ اچي مسلم ليگ، اسيمبلي پارٽيءَ ۾ ليڊر سر غلام حسين کي ۽ ڊپٽي ليڊر مير بنده علي کي چونڊيو. ان کان سواءِ جناح صاحب جي. ايم سيد کي حڪم ڪيو ته الهه بخش جي وزارت خلاف اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پيش ڪري؛ پر الهه بخش وزارت نه رڳو مسلم ليگ ۾ شامل ٿيل ڪيترن ميمبرن کي پاڻ سان ملائي ورتو، پر خود مسلم ليگ پارٽيءَ جو ليڊر ۽ ڊپٽي ليڊر به مسلم ليگ ڇڏي وڃي وزارت ۾ شامل ٿيا. اهڙيءَ طرح اسيمبليءَ ۾ ٺهراءَ جي حمايت صرف ستن ميمبرن ڪئي.

1939ع جي وچ ڌاري مسلم ليگ، مسجد منزل گاهه، مسلمانن کي موٽائي ڏيڻ جو سوال هٿ ۾ کنيو. هندو ميمبرن مخالفت ڪئي. مسلمانن مسجد تي زوريءَ قبضو ڪيو ۽ سنڌ ۾ هندو مسلم فساد شروع ٿي ويا. مسلم ليگ جا ڪيترا اڳواڻ ۽ عام ماڻهو جيلن ۾ پيا. هندن خلاف غير سلامتيءَ واري فضا ٿي. انڪري هندن ۽ ڪانگريس جي ميمبرن عارضي نفعي لاءِ مسلم ليگ سان گڏجي الهه بخش جي وزارت کي شڪست ڏني. مسلم ليگ وزارت کي طاقت ۾ آندو. هن وزارت ۾ جي. ايم سيد پڻ وزير ٿيو. جنهن 'مسجد منزل گاهه' جي نتيجي ۾ ٿيل هندو مسلم فسادن جي نقصان کي آڏو رکي، سنڌ جي سلامتيءَ لاءِ هندو مسلم اتحاد کي ضروري سمجهيو. هن ابوالڪلام آزاد ۽ الهه بخش کي ويهاري، هڪ فارمولو طيءِ ڪيو جي. ايم سيد الهه بخش سومري کي وزارت ۾ اچڻ لاءِ آماده ڪيو ۽ پاڻ استعيفا ڏئي الهه بخش کي پنهنجي جاءِ تي وزير ڪري آندو ۽ واعدو ڪيو ته ٽن مهينن اندر سر بنده علي جي جاءِ تي سر غلام حسين کي آندو ويندو؛ پر مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ قبول نه ڪيو. نتيجي طور هندو ۽ ڪانگريس ميمبرن مسلم ليگ وزارت کي ڊاهي، الهه بخش سومري کي طاقت ۾ آندو. اهڙيءَ طرح سنڌ آل انڊيا جماعتن جي اختلافن جو اکاڙو بنجي وئي.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي افغانستان مان طويل جلاوطنيءَ بعد وطن سنڌ واپس آڻائڻ ۾ به الهه بخش سومري جو وڏو ڪردار آهي. ۽ 1942ع ۾ هن سنڌ جي وزيراعظم جي حيثيت ۾، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو وطن واپسيءَ وقت ڪراچيءَ ۾ شاندار استقبال ڪيو ياد رهي ته مولانا سنڌي، هند جي آزاديءَ لاءِ انگريزن خلاف ان وقت ٻاهرين ملڪن ۾ جلاوطن حڪومت جي رٿا تيار ڪري چڪو هو.

ان زماني ۾ ڪانگريس انگريزن خلاف 'هندستان خالي ڪريو' تحريڪ شروع ڪئي. مسلم ليگ پاڪستان جو نعرو هنيو؛ ڪانگريس ۽ قومپرستن تي سختيون ڪيون ويون. الهه بخش سومري 26 سيپٽمبر 1942ع تي وائسراءِ کي خط لکي، 'خانبهادري' ۽ O.B.E (آرڊر آف برٽش ايمائر) جا لقب واپس ڪيا ۽ هندستان جي آزاديءَ جي حق جي ڳالهه ڪئي، جنهن تي گورنر سندس وزارت کي ڊسمس ڪيو ۽ سر غلام حسين کي مسلم ليگ جي مدد سان وزارت ٺهرائي ڏني.

ان بعد الهه بخش سماجي ڪمن طرف توجهه ڏنو. سنڌ ٻوڏن هيٺ آيل هئي، ان ۾ هن پنهنجون آباد زمينون ٻوڙائي، شڪارپور شهر کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي.

14 مئي 1943ع تي صبح جو سنڌ جو هي محب وطن سياستدان شڪارپور ۾ هڪ ٽانگي ۾ سوار ٿي وڃي رهيو هو ته ڪن ماڻهن مٿس فائر ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو. سندس قتل جو الزام خانبهادر ايوب کهڙي تي لڳايو ويو. الهه بخش سومري جو ذڪر ننڍي کنڊ ۽ سنڌ جي قومي سياست ۾ وڏي احترام ۽ عزت سان ٿئي ٿو. سنڌ جي بزرگ سياستدان سائين جي. ايم سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ کيس 'سنڌ جو دودو ثاني' سڏيو آهي. سندس مزار شڪارپور شهر ۾ آهي.

**الهه بخش شاهه بخاري**: سيد الهه بخش شاهه بخاريءَ 1 نومبر 1931ع تي، ڳوٺ ٽنيا بقا شاهه، تعلقي ڪنڊياري ۾، صوفي بزرگ حاجي ٻڍل شاهه "حسينيءَ" جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ، مئٽرڪ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه (موجوده ايڇ. ايم خواجه هاءِ اسڪول) مان ڪيائين. بي. اي 1954ع ۾ ۽ ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) 1966ع ۾ ڪيائين. 1950ع کان 1954ع تائين نورمحمد هاءِ اسڪول، ۽ 1958ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر 1- ۾ بحيثيت استاد ملازمت. جولاءِ 1958ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي بطور پروڊيوسر مقرر



ٿيو ۽ بعد ۾ ڪراچيءَ ۾ پروگرام مينيجر، بهاولپور ۽ خيرپور ۾ اسٽيشن ڊائريڪٽر ٿي رهيو. جتان 31 آڪٽوبر 1991ع تي رٽائر ڪيائين. 12 جون 1994ع کان 14 نومبر 1996ع تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو. 19 نومبر 2008ع تي ڪراچيءَ جي هڪ نجي اسپتال ۾ وفات ڪيائين. ڪيس پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

سيد الھہ بخش شاھ بخاري صوفي مسلڪ جو ماڻهو هو. سلسلي 'قادريہ' ۽ 'چشتيہ' جو طالب هو ۽ انهيءَ نسبت جي ڪري راڳ سان گهڻو لڳاءُ هئس. ڪيترن ئي ناميارن راڳين سان سندس سٺا لاڳاپا رهيا.

**الھہ بخش نظاماڻي:** سنڌ جي معروف شخصيت، الھہ بخش ايم. نظاماڻي 30 مارچ 1905ع تي ماتليءَ جي پرسان تاريخي شهر ٽريءَ لڳ (جيڪو هاڻي غيرآباد ٿي ويو آهي). نظاماڻين جي ڳوٺ ۾ جائو. علي ڳڙھ مان ايم. اي ۽ بمبئيءَ مان بي. ٽي ڪري سنڌ ۾ اُستاد مقرر ٿيو ۽ پوءِ سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر ٿيو. رٽائرمينٽ کان پوءِ نورمحمد هاءِ اسڪول ۽ مسلم ڪاليج جي پرنسپال طور حيدرآباد ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. آخر ۾ پٽ شاھ ثقافتي مرڪز جو اعزازي سيڪريٽري پڻ ٿيو. لوڪ ادب تي ايم. اي. سنڌيءَ لاءِ سندس لکيل مقالو 1971ع ۾ سنڌالاجيءَ طرفان "سنڌي لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ" جي نالي سان شايع ٿيو. هن 15 آگسٽ 1980ع تي وفات ڪئي.



**الھہ بند/ الله بند:** سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي ٺهيل هيءُ بند 1232ھ/1817ع واري زلزلي ۾ ازخود ٺهي پيل قدرتي بند آهي. هن زلزلي سبب ڍورو (اپرندو نارو) اصل جاءِ تان پنهنجو رُخ ڦيرائي ويو. "الھہ بند" لڳ ڀڳ 80 ڪلوميٽر ڊگهو ۽ پنجن کان 6 فٽ اوچو آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو قدرتي طور ايريو ۽ بند جهڙو آهي، انڪري ان جو نالو پئجي ويو 'الله بند'.

**الھجڙيو سمون:** الھہ جڙيو سمون مشهور ملھہ، جيڪو اصل ڳوٺ ڏٽي ٻرتي سمي جو ويٺل هو. هيءُ پهلوان پهرين جوڙ جي سٺن ملهن ۾ شمار ٿئي ٿو. هيءُ لاڙ طرف کان ملھہ وڙهندو آهي. هن جا گهڻائي شاگرد آهن، جيڪي بهترين ملھہ آهن. پاڻ مولابخش جماليءَ جو شاگرد آهي. پهرئين جوڙ ۾ هُو مشهور ملھہ پهلوان شير ميربحر کي چئلينج ڪري پهتو هو. سندن مقابلو فيبروري 1968ع ۾ خيرپور جي ملاکڙي ۾ ٿيو هو.

**الھجڙيو شاد:** الھجڙيو ولد فتح علي کهيري جهڏي ۾، 18 جولاءِ 1945ع تي جنم ورتو. تعليم بي. اي ۽ ڊپلوما لوڪل گورنمينٽ، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيل اٿس. صحافي، اديب ۽ شاعر آهي. سندس ادبي نالو الھجڙيو "شاد" آهي. سندس شاعري ۽ نثري لکڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون آهن. سنڌي ادبي سنگت جُهڏي جي باني ميمبرن مان آهي. ميرپورخاص ضلعي جي ادبي سرگرمين ۾ سندس وڏو حصو رهيو آهي. هن ڪيترائي ادبي ميڙ ۽ سيمينار ڪرايا ۽ ادبي دنيا ۾ معروف شخصيت/ شاعر طور سڃاتو وڃي ٿو.



**الھداد ٻوهيو، ڊاڪٽر:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو عالم ۽ اديب ڊاڪٽر الھداد ولد محمد علي ٻوهيو 8 آگسٽ 1934ع ۾ تعلقي وارهہ، ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ پيچوها ۾ جائو. ايم. اي ۽ بي. ٽي ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ملازمت ڪيائين.

ڊاڪٽر الھداد ٻوهيو مشهور اديب، نقاد، دانشور، تعليمدان ۽ ماهر لسانيات هو. تنقيد ۽ لسانيات جي ميدان ۾ مثالي خدمتن جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو. سندس شخصيت ۾ سنجيدگي ۽ وقار نمايان نظر ايندا هئا. تعليم کاتي ۾ مختلف عهدن تي رهيو. آخر ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن جي عهدي تي پهتو. پنهنجي پوري ڄمار علم ادب جي واڌاري لاءِ وقف ڪيائين. "تحقيق" سندس پسنديده موضوع رهيو. 1977ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتائين. سندس گائيڊ ڊاڪٽر غلام علي الانا هو. پي. ايڇ. ڊيءَ لاءِ سندس مقالي جو عنوان هو "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" هيءُ مقالو سنڌالاجيءَ طرفان سال 1987ع ۾ ڇپرايو ويو آهي. سنڌ ۾ سماجي لسانيات جي موضوع تي هي پهريون پي ايڇ ڊي هو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ 'تنقيدون' (1980ع)، 'ادب جا فڪري محرڪ' (1984ع) ۽ 'علم تحقيق' (1990ع) اهم آهن. جڏهن تہ سندس اڪيچار مضمون، مقالا ۽ ڪالم مشهور رسالن تہ- ماهي 'مهراڻ'، 'نئين زندگي'، 'ساجاھ'، 'پارس'، 'باک' ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن. سندس تحريرن تي مشتمل هڪ ڪتاب "ٻوهيي جون تحريرون" سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران ڇپايو ويو آهي. تازو ٻوليءَ تي سندس مقالن جو ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2008ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جيڪو آزاد انور ڪانڌڙي ترتيب ڏنو آهي. پاڻ 16 جولاءِ 1994ع تي ٽنڊي آدم ۾ هڪ تعليمي سيمينار ۾ خطاب ڪندي، دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو.



**الھداد جهنجهي:** سگهڙ حاجي الھداد ولد حافظ ميگهہ جهنجهي، پهرين جولاءِ 1928ع تي ڳوٺ جنجهي، تعلقي ڇاڇرو، ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم "جهنجهي" ۽ ڳوٺ ڪانڪيي" مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ، ڇاڇري ۾ فقہ ۽ ڪلام پاڪ جي تعليم ورتائين. 1946ع ۾ مسلم اسڪول "ٻقا ڪُرن" تعلقي مٺيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. 1960ع کان 1965ع تائين ننگرپارڪر تعلقي ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. 1981ع ۾ تعليم کاتي مان رٽائر ڪيائين. ننڍي هوندي کان ئي، والد صاحب جي صحبت ۾ لطيف سائينءَ جا بيت ٻڌندو ۽ ياد ڪندو هو. شاھ جي ڪلام سان عشق هئڻ ڪري مختلف ماڻهن وٽان شاھ جي قلمي رسالن ۽ ڪن شاھ جي ڄاڻن وٽان زباني شاھ جا بيت گڏ ڪندو رهيو. 1992ع ۾ شاھ لطيف جو هڪ ناياب نسخو "شاھ جو گنج" نالي رسالو ڇپرايائين. جنهن ۾ تقريباً ڇھ هزار بيت جمع ٿيل آهن. تازو اهو نسخو ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان ٻيهر ڇپجي پڌرو ٿيو آهي ۽ ادبي حلقن ۾ ان تي تيڪا ٽپڻي اختلاف بحث هلندڙ آهي.



**الهداد خان "صوفي" لغاري**: الهداد خان "صوفي" 7 جون 1823ع تي ڄائو ميرن جي دور جو هڪ مشهور مولودگو هو. جنهن لاتعداد مولود چيا. هن جي والد جو نالو نواب ولي محمد خان لغاري هو. عبدالرئوف ڀٽيءَ ۽ پوئين دور جي مولودگو شاعرن کان پوءِ الهداد لغاريءَ جو نالو مولودگو شاعرن ۾ سامهون اچي ٿو. ميرصاحبن وٽ هن جي تمام گهڻي عزت هئي.

الهداد خان جو تخلص "صوفي" هو. هن جا مولود "ديوان صوفي" ۾ محفوظ آهن. جيڪو فارسي زبان ۾ آهي. سندس چيل مولودن مان "حشر ويل حساب ۾" ۽ "محمد مرسل مصطفيٰ" مشهور آهن. هن تعلقي سيوهڻ ۾ 30 نومبر 1882ع تي وفات ڪئي.

**الهداد زرداري**: الهداد ولد باغ علي زرداري سال 1959ع ۾ موري لڳ ڳوٺ مڪراري ۾ ڄائو. انٽر تائين تعليم حاصل ڪيائين. راڳ جي لنئون ننڍي هوندي هيس. استاد مٺل خان ميراثيءَ جي شاگرديءَ ۾ رهيو. استاد مٺل خان ميراثي قاضي احمد جو ويٺل، استاد ببيي خان جو شاگرد هو وڏو فن هوس. ان کان پوءِ ڦوٽي زرداريءَ کان چپڙيءَ ۽ يڪتاري جو فن سکيس. هن ريڊيو ۽ ٽي وي تي تمام سٺو ڳاتو آهي. ڪيسٽ جي دنيا جو مشهور فنڪار آهي. افسوس جو ڪجهه وقت کان سندس گلي ۾ تڪليف ٿي پئي، جنهنڪري ڪافي وقت ڳائي نہ سگهيو. هن اردو، سنڌي، بلوچي، سرائڪي ۽ پنجابيءَ ۾ ڪافي ڪلام ڳايو آهي. الهداد کي ڪيترائي اوارڊ بہ مليا آهن. جن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو اوارڊ، ميان نصير محمد ڪلهوڙو اوارڊ، مصري شاه اوارڊ اهم آهن. هن حيدرآباد، ڪراچي ۽ بهاولپور ريڊيو تان ڳاتو آهي. هن وقت سندس پٽ شهباز الهداد پڻ ڳائي ٿو.



**الهڏنو (نل بازار)**: هي ماڳ 24° 57' اوتر ويڪرائي ڦاڪ 67° 10' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪراچيءَ کان ٽيھ ڪلو ميٽر اتر طرف آهي. هتان ٽن دورن جا آثار ملن ٿا. هتان ملندڙ وٿون سنڌو تهذيب ۽ هڙاپا دور سان تعلق رکن ٿيون. وٿن ۾ اڏاوتون مليون آهن. جيڪي پٿر ۽ ڪچين سرن جون ٺهيل آهن. هي ڪنهن ڪهني شهر جا آثار آهن. هتان سون ۽ چانديءَ جون وٿون بہ هٿ آيون آهن. هي دڙو زمين جي سطح کان چار ميٽر اوچو ۽ هڪ سؤ چورس ميٽر جي پکيڙ ۾ آهي. هي دڙو 100 فوٽ ڊگهو ۽ 100 فوٽ ويڪرو آهي.

**الهڏنو خاصخيلي**: ناميارو فنڪار الهڏنو علي محمد خاصخيلي، 25 جنوري 1966ع تي، ميرپور بٺوري، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. تعليمي قابليت ايم. اي ۽ بي. ايڊ اٿس. هن دنيا ۾ پاڻ کي هڪ فنڪار طور متعارف ڪرايو. سندس ڳايل ڪلامن جا ڪيترائي البم مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن. فني خدمتن عيوض کيس حسن ڪارڪردگي اوارڊ ۽ ڪيترا سرٽيفڪيٽ ملي چُڪا آهن. هن وقت گورنمينٽ بي. سي اسڪول ميرپوربٺوري ۾ استاد آهي. سندس رهائش پڻ اتي ئي آهي. سندس والد



استاد علي محمد خاصخيلي، استاد محمد جمن جو شاگرد هو ۽ الهڏني پنهنجي والد علي محمد خاصخيليءَ کان راڳ جي سکيا ورتي. هن ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ تي بہ ڳايو آهي. پر عوامي ميڙاڪن جو مقبول فنڪار آهي. شيخ اياز، امداد حسيني، ذوالفقار راشدي، غلام حسين ۽ ٻين جديد شاعرن جي شاعريءَ کي نئين رنگ ۾ ڳائي وڏي مقبوليت حاصل ڪئي اٿس.

**الهڏنو خاصخيلي، فقير**: فقير الهڏنو خاصخيلي ولد محمد علي خاصخيلي 1952ع ڌاري، ڳوٺ ڏٽي بخش خاصخيلي، لڳ پاڪ سنگهار، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ڄائو. پرائمري تائين تعليم حاصل ڪري، ننڍي هوندي کان ئي ڳائڻ شروع ڪيائين.

1965ع ۾ فقير طالب حسين جسڪانيءَ جي شاگرديءَ ۾ اچي راڳ سکڻ لڳو. 1994ع ڌاري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ڳائڻ جي شروعات ڪيائين. راڳ تي مهارت سبب، ريڊيو پاڪستان پاران، 1995ع ۾ کيس فضل فقير سان سُنگ جي صورت ۾ ڳائڻ لاءِ برطانيا جي دؤري تي موڪليو ويو. جتي کيس سٺي ميڃتا ملي. ٽيليويزن تي بہ سنگ جي صورت ۾ ڪيترائي پروگرام ڪري چڪو آهي. سنڌ جي وڏن وڏن ميلن ۾ ڳائي چڪو آهي. سندس پٽ ذوالفقار علي خاصخيليءَ جو هڪ آڊيو البم پڻ مارڪيٽ ۾ اچي چڪو آهي. سندس ڀيوپٽ ديدار علي خاصخيلي، نئين ٽهيءَ جي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو.



**الهڏنو فقير ماڇي**: الهڏنو فقير ماڇي، سگهڙ، شاعر ۽ ڳائڻو ٿي گذريو آهي. الهڏنو فقير جيئندي ماڇيءَ جو پٽ هو ۽ موجوده سنجهوري تعلقي جي ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ 1880ع ڌاري ڄائو هو. کيس ننڍي هوندي کان ئي ڳائڻ جو شوق هو. ان وقت پير حسن بخش شاه ڊلڙي واري بزرگ ۽ شاعر سان هن جي ڏيٺ ويٺ ٿي، جنهن کيس پنهنجي مريدن ۾ شامل ڪيو. ان وقت کان وٺي الهڏنو فقير يڪتاري تي پير حسن بخش شاه ۽ ٻين صوفي شاعرن جون ڪافيون جوڻ لڳو. پير حسن بخش شاه جي وفات کان پوءِ ڪاٺي راڄڙ جي رهاڪو عوامي شاعر منٺار فقير راڄڙ جي صحبت ۽ شاگردي اختيار ڪيائين. ان وقت الهڏنو فقير پنهنجون ڪافيون ٺاهي پڻ ڳائڻ لڳو. 1925ع ڌاري الهڏني فقير پنهنجي ٻالڪن جي ٻاري يا ٽولي ٺاهي، ڪين جاما پارايا ۽ يڪتاري، دلي ۽ ڏنڊي جي وڄت تي ڳائڻ لڳا.



ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب "اسان جو ڳوٺ جعفر لغاري" ۾ لکي ٿو تہ الهڏنو فقير لسيون ڪافيون چوندو هو پر سرتار سان ڳائيندو هو شروع ۾ راڳڻي ڪري، تارَ ڇڪائي، پريي مان مصرع ڪڍندو هو ۽ وچ ۾ بيت هميشہ مصراعن جي موضوعن مواقف ڏيندو هو انهيءَ رمز ۾ هو ٻين کان وڌيڪ هو.

الهڏنو فقير هر هاري هو. پر لکڻ پڙهڻ سگهي ڪافيون ڪلام سهڻي صورتخطيءَ ۾ لکندو هو. هن 1940ع کان وٺي ڪافيون جوڙڻ شروع ڪيائين، 1000 کان وڌيڪ ڪافيون ٺاهيائين. الهڏني فقير 7 مئي 1962ع ۾

ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ وفات ڪئي. تعلقي ڪپري جي ڳوٺ ڪاٺي راڄڻ ۾ پنهنجي دوست منٺار فقير راڄڻ جي مقام ۾ مدفون ٿيو.

**الهڏنو مهر:** سگهڙ الهه ڏنو پٽ گل بيگ مهر، ڳوٺ ڪنڊي تعلقي ميرپورماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ سال 1290ھ/1873ع ۾ ڄائو. ڪيس هين به ڪيترن ئي شاعرن جو ڪلام ياد هو. پنهنجي ڪلام ۾ ٽرجا محاورا گهڻا ڪم آندا اٿس. اڻ پڙهيل هو. پير پڳاڙائيءَ جو مجاور هو. تنهنڪري ان جي حب ۾ گهڻو ڪلام چيرايو اٿس. مالوند ماڻهو هو جنهنڪري بيتن ۾ مال جا گهڻا نالا ڪتب آندا اٿس. ميلن ۽ مارڪن جو شوقين هو. سندس به پٽ گل بيگ ۽ ڏتي بخش به پيءَ وانگر سگهڙ آهن. هن 80 ورهين جي ڄمار ۾ سال 1370ھ/1950ع ۾ وفات ڪئي.

**الهه رکا، استاد** (طبلہ نواز): (29 اپريل 1919ع کان 3 فيبروري 2000ع) استاد الهه رکا هندوستاني موسيقيءَ جو وڏو نالو آهي. هن طبلي کي وڏي جلا بخشي. استاد ويهين صديءَ ۾ طبلي جو وڏو ماهر هو هن روي شنڪر سان 1967ع ۾ ووڊ اسٽاڪ فيسٽول ۾ حصو ورتو ۽ هندوستاني موسيقيءَ کي يورپين سان متعارف ڪرايو. آمريڪا جي صف اول جي فنڪارن ڪيس طبلو وڄائيندي ڏسي ڏاڍو عجب کاڌو. سنڌن خيال هو ته استاد جي هٿن ۾ ڪا مشين لڳل آهي. دنيا جي موسيقيءَ جي ڄاڻن ڪيس موسيقيءَ جو آئين اسٽائين ڪري سڏيو آهي.



سندس لائق فرزند ذاڪر حسين هن وقت پاڪستان توڙي هندوستان جو وڏو طبلہ نواز آهي. جيڪو دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري مڃتا ماڻي چڪو آهي.

**الهرکيو ٻٽ، ڊاڪٽر:** سنڌي ٻوليءَ جو مشهور محقق پروفيسر ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ، ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ "ٻٽ سرائيءَ" ۾، ٻهرين ڊسمبر 1946ع تي ڄائو. سندس پيءَ جو نالو شاهه محمد ٻٽ هو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ، ثانوي تعليم دادوءَ مان حاصل ڪيائين. پاڻ لائبريري سائنس ۾ پي. ايڇ. ڊي هئڻ سان گڏ سنڌ يونيورسٽيءَ جو گولڊ ميڊلسٽ پڻ آهي. سندس بهترين تصنيفن ۾ "سنڌ ۾ ڪتبخانن جي تاريخ"، "سنڌي رسالن جي تاريخ"، "سمات" ۽ "سنڌي طباعت ۽ اشاعت" شامل آهن. ڊاڪٽر صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ لائبريري ۽ انفارميشن سائنس شعبي جو چيئرمين رهيو آهي. قديم ڪتابن، لائبريري سائنس، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي ڪم ڪندڙ انگريز عالمن تي سندس ڪيترا تحقيقي مضمون اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي لئبريري ڪاميٽيءَ، تعليمي ۽ رٿابندي ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ايڊيٽرن ۾ به شامل آهي. سندس رهائش ڄامشوري ۾ آهي.



**الهندو نارو:** اصل ۾ هيءَ درياهي ڦاٽ آهي، جيڪو سنڌو درياهه جي الهندي طرف کان وهندو هو. سکر بئراج جي ٺهڻ کان پوءِ ان کي "رائيس ڪئنال" جي نالي سان سڏيو ويو ليڪن عام ماڻهو اڄ به هن کي "نارو" چوندا آهن. هن ناري کي رائيس ڪئنال جو نالو انگريزن ڏنو ويو جو لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ هن ڪئنال جي ٻنهي پاسن کان ساريال پوک ڪئي ويندي آهي.

هن الهندي ناري سان گڏ سکر بئراج مان ٻه واهه ٻيا به نڪرن ٿا. جهڙوڪ ساڄي پاسي کان ڪيرٿر ڪئنال ۽ کاٻي پاسي کان دادو ڪئنال اڄن ٿا. ٽيئي واهه، بئراج مان نڪري گڏ هلن ٿا، جيڪي اڳوڻي سکر ضلعي ۽ هاڻوڪي شڪارپور ضلعي جي مديجي ڳوٺ وٽان هڪبئي کان پري ٿي جدا جدا علائقن ۾ وڃن ٿا. ڪيرٿر ڪئنال مديجيءَ واري علائقي مان ڪيرٿر جبل ڏانهن رُخ ڪري ٿو ۽ دادو ڪئنال مديجيءَ واري علائقي وٽان جدا ٿي لاڙڪاڻي ضلعي جي اوڀر ۾ هڪ ميل جي پنڌ تي عاقل ڳوٺ کان ٿيندو دادو شهر ۽ سيتا روڊ شهر طرف وڃي ٿو باقي الهندو نارو (يعني رائيس ڪئنال) مديجيءَ واري علائقي کان سڌو رُخ رکي ٿو جو نئين ديري شهر جي اولهه ۾ هڪ ٻن فرلانگن جي فاصلي تان هلندو لاڙڪاڻي شهر جي اولهه ۾ لاڙڪاڻي شهر مان گڏ وهندو وڃي ضلعي جي مختلف شهرن، جهڙوڪ باڍهه، ميهڙ وٽان ٿيندو دادو ضلعي ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ ٽڙي محبت، ٻٽ سرائيءَ ۽ ٻيٽي جتوئيءَ وارن ڳوٺ کي سيراب ڪندو وڃي جنگلاٽي ڳوٺ کان هيٺ منڇر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو اڄا تائين ڪٿي ڪٿي ان جي قديم پيٽ جا ڪي نشان ملن ٿا.

الهندو نارو اڳ ۾ ٻهرين ڦاٽ جي صورت ۾ وهندڙ هو پر پوءِ اُن جي ڪاٽي ڪٽي، ان کي ڪئنال جي صورت ڏني وئي. هن وقت به هيءَ الهندو نارو (موجوده رائيس ڪئنال) پر وارن ٻنهي ڪئنالن (ڪيرٿر ڪئنال ۽ دادو ڪئنال) کان ويڪر ۾ وڏيڪ آهي، مفاصلي ۾ به تمام گهڻو پري ويندڙ آهي ۽ پاڻي به ٻنهي واهن کان تمام گهڻو کڻي ٿو. اڳي جڏهن سنڌوءَ ۾ گهڻو چاڙهه هوندو تڏهن اوبارو ويندڙ ٻيڙا منڇر مان ٿيندا الهندي ناري مان ٻيڙيون هاڪاري مٿي ويندا هئا، جو اتان درياهه جي تيزي تک گهٽ هوندي هئي.

**الهنواز "نواز" رُڪٽائي:** الهنواز ولد محمد عرس رُڪٽائي، 10 مئي 1930ع تي ڳوٺ رُڪڻ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو نامور شاعر استاد بخاريءَ جو ننڍپڻ کان دوست ۽ همعصر رهيو آهي، ٻئي گڏ پڙهيا ۽ شاعري ڪيائون. سُنو استاد، شاعر ۽ اديب هو پرائمري استاد طور رٽائر ڪيائين. خانداني طرح ملاح هئڻ ڪري ٻيڙين ۽ درياهه سان واسطيدار معلومات ۾ وڏي ڄاڻ هئس. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ لاءِ "درياهي ٻولي ۽ جيوت" بابت هڪ ڪتاب لکيائين. جيڪو سندس ڄاڻ، مطالعي ۽ مشاهدي جي ساک پري ٿو اهو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جو درياهي لهجو" عنوان سان اٿارٽيءَ پاران 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا سيل ۾ وڏو مددگار رهيو ان سلسلي ۾ هن دادوءَ ۽ نوشهري ضلعي جي درياهي پتڻن، ڍنڍن، ڍورن، واهن، نئين، ٻيٽن ۽ رينن تي تفصيلي تحقيق ڪئي هئي. شاهه لطيف جو وڏو پارکو هو سندس شاعريءَ جو هڪ مجموعو "ڇليون منڇر جوليون" 1998ع ۾ شايع ٿيو سندس ٻيو ڪتاب، دادو تعلقي جي تاريخ تي "دادو منهنجي دل" 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. گلشن منير ڪالوني دادوءَ



۾ رهندو هو. سنڌي ادبي سنگت ۽ استاد بخاري اڪيڊمي دادوءَ جو سرگرم ڪارڪن هو. هو 13 فيبروري 2007ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

**الھورايو 'اداسي' ٻھڻ:** ناميارو استاد، شاعر ۽ نثرنگار الھورايو ٻھڻ، ٻھرين فيبروري 1942ع تي ضلعي سانگھڙ جي تعلقي سنجھوري جي هڪ ڳوٺ "گرنگ" ۾ ڄائو. ٻاروتڻ جو عرصو 1942ع جي مارشل لا دوران انگريزن طرفان قائم ڪيل ڪئمپ (لوڙهي) ۾، ماءُ پيءُ سان گڏ گذاريائين. 1960ع ۾ فائنل جو امتحان پاس ڪري، پرائمري اُستاد مقرر ٿيو. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. 1980ع ۾ بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ پاران آسٽريليا ۽ ملائيشيا جي مطالعاتي دوري تي ويو.

1960ع ۾ "اداسيءَ" جي تخلص سان شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. سندس شاعريءَ جو مجموعو "ايڏو درد عميق" 1992ع ۾ ڇپيو. ان کان علاوه سندس ملائيشيا جو سفرنامو "رنگا رنگ ملائيشيا" به ڇپيل آهي. جڏهن ته 'سانگھڙ جي سُرهاڻ' سوونئر جو ايڊيٽر رهيو آهي ۽ لاتعداد مضمون ۽ ڪالم لکيل اٿس. تازو "جي گھارياسين بند ۾" عنوان، سان استاد الھورايي ٻھڻ، حاجي ولي محمد ۽ ٻين جي يادگيرين تي ٻڌل ڪتاب شايع ٿيو آهي. گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج سانگھڙ ۾ استاد رهيو ۽ هاڻي رٽائرڊ آهي. هو سنڌي ادبي سنگت جھول جي باني مان آهي. سماجي ۽ ادبي حوالي سان سندس وڏيون خدمتون آهن.

**الھ وسائي:** مائي الھ وسائي ڳائيڪيءَ جي دنيا ۾ منفرد سڃاڻپ رکندڙ سنڌ جي لوڪ فنڪاره هئي. هوءَ 1928ع ڌاري سڄاول ضلعي ٺٽي ۾ ڄائي. مائي الھ وسائي ڳائيڪيءَ جي ڪلاسيڪي مڪتبهء فڪر سان تعلق رکندي هئي. هن پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ئي ڳائڻ شروع ڪيو هو. هوءَ سنڌ جي مشهور ڳائڻي جيوڻي ٻائيءَ جي ساهيڙي ۽ همعصر هئي. تن ڏينهن ۾ ڪلامن جي رڪارڊنگ گراموفون تي ٿيندي هئي ۽ جيوڻي ٻائي، مائي الھ وسائي، ماسٽر چندر، سونا خان بلوچ موسيقيءَ جي دنيا جا وڏا نالا هئا.



هن ريڊيو ۽ ٽي ويءَ لاءِ به ڳايو سندس ڪجھ آڊيو ڪيسٽيون جاري ٿيون. سڄاول جي مير بحر گھراڻي سان تعلق رکندڙ مائي الھ وسائي مشهور ڍولڪ نواز خميسي خان چانڊيي سان شادي ڪئي. کيس شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان جنون جي حد تائين عشق هو ان ڪري هوءَ سندس عرس تي هر حال ۾ پهچندي هئي ۽ ڳائيندي هئي. 2002ع ۾ کيس ڀٽائيءَ جي ميلي تي لطيف اوارڊ ڏنو ويو ۽ حڪومت پاران کيس هڪ لک رپيا انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو پر هڪ سال تائين آفيسن جا چڪر ڪاٽڻ بعد به کيس رقم نہ ملي ۽ هوءَ پنهنجو علاج نہ ڪرائي سگھي. آخري وقت ۾ کيس ڳلي جو ڪينسر ٿيو. تنهن هوندي به ڀٽائيءَ جي عرس تي ڀِٽ تي ۽ ڪلام ڳايائين. ڪجھ هفتن بعد 29 اپريل 2003ع تي لاڏاڻو ڪري وئي.

**الھوسايو شيدي:** سنڌ ڌرتيءَ جتي دنيا کي سيوهڻ شهر جو رهواسي عالم چنا جھڙو دراز قد انسان ۽ هوسڙي شهر جي ڪائونسلر حاجي خان جھڙو ننڍڙي قد وارو ماڻهو ڏنو، اتي هن الھ وسائي شيديءَ جھڙي گھڻ کائو انسان کي به جنم ڏنو آهي، جيڪو ٻنگريي، ضلعي بدين جو رهاڪو هو. چون ٿا ته الھ وسايو شيدي، ڌار ڌار وقتن تي هڪ مڻ ونگا، ڏھ سير گدرا، ڏھ سير انگور، سائي گاهه جون ڏھ ويڙهيون، 30 ڪڪڙيون، 6 ڪلو گوشت، 100 ڪوپ چانھ ۽ 50 کن بوتلون (گڏي) کائي ۽ پي سگھندو هو! اخبارن موجب هن کي هزارين ماڻهن پنهنجي اکين سان ايترو کائيندي ڏٺو. تازو وفات ڪري ويو آهي.

**الهيو بندر:** هن ماڳ، قديم بندر جا نشان اسلامي دور جا آهن ۽ تعلقي جاتيءَ ۾ ڪلڪان ڇاٽيءَ کان ارڙهن ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ آهن. هي بندر الهيي خواجي جي نالي پليان سڏجي ٿو جيڪو ديرائي خواجن مان هو. هو هڪ وڏو واپاري هو. سندس واپار بحرين، مسقط ۽ بمبئيءَ سان هلندو هو. اهو بندر اورنگا بندر کان اٽڪل پنجاهه سال اڳ تائين آباد هو جتان مقامي مال ٻاهر موڪليو ويندو هو. هاڻي دڙن جي صورت ۾ آهي.

**آلِي:** هڪ قسم جو ڳهه، جيڪو ڪنواريون ڇوڪريون سينگار خاطر پيشانيءَ تي پائينديون آهن. چانديءَ يا سون جو جڙاءَ دار ٽِڪو جيڪو نراڙ جي مٿان وارن ۾ اهڙيءَ طرح اٽڪائجي، جيئن ٽِڪو نراڙ تي بيهي. آلِي، سون ۽ چانديءَ مان جُڙي ٿي. سنڌ جي مڙني علائقن ۾ عورتون پائينديون آهن. پر خاص طرح ٿر، لاڙ ۽ جابلو علائقن جون عورتون پائينديون آهن. آلِي گھڻو ڪري ڪنواريون ڇوڪريون پائينديون آهن. وارن جي وچ مان سِينڌ ڪڍي، ميڙيون ويڙهينديون آهن ۽ ٻالڪپڻ کان ميڙيون ويڙهڻ واريءَ عمر تائين آلِي پائينديون آهن.



آلِيءَ جي گھاڙيٽي لاءِ سونارا هيٺين ترتيب ڪم آڻيندا آهن: پهريائين سون يا چانديءَ جي پَتريءَ جي ڪَٽائي ڪري، سِيلَ ۽ چنڊ ٺاهي، ان مٿان پنجن ڪُندن وارو تارو ٺاهيندا ۽ ريهه سان پتريءَ تي لڳائيندا آهن. پوءِ ان تي "پَچَرِ" واهي، نوشادر ٻُرڪي، باٺيءَ ۾ اُجهائيندا آهن.

هِئي مرحلي ۾ سِيلَ جون ڳريون ٺاهي، پاسي جي ڪناري تي مَنڊِي ساڍي، "پچڻ" واهي، چانديءَ جي ڪَٽيءَ ۾ وجھندا آهن. صاف ٿيڻ کان پوءِ انهيءَ تي وينجهر ٽِڪُن جو جڙاءُ ڪندو آهي. وينجهر آلِيءَ کي وڌيڪ سهڻي بنائڻ لاءِ ان تي سينڌر پڻ ٻُرڪيندو آهي.

ٻار ڄمڻ جي ريتن رسمن ۾ ۽ نياڻيءَ ڄمڻ تي هِئي سامان سان گڏ آلِي به نياڻيءَ لاءِ آڻين. ستين ڏينهن ڇٽيءَ تي ڇوڪريءَ کي آلِي پارائڻ جو سوڻ ڪن. انهيءَ موقعي تي وڏڙيون ڪوڏائا چون:

آءُ ته منهنجي مائي،
امان، تنهنجي ته عزت ساڻ وڏائي!
راڻي، تون ته خانِڻ آهين ڄائي،
تنهنجي ته آلِيءَ جھرمر لائي!
جنهن ۾ جرڪن ٻُڙا لال.
امڙ تون ته سُگھڙ ٿيندئينءَ زال!

**الِي[2]:** هڪ قسم جو جيت، جيڪو سُري وانگري اَنَ، ٻاجهريءَ، ڪڻڪ ۽ چانورن کي نقصان پهچائيندو آهي. ٿر جو هيءُ ڳاڙهي رنگ جو ننڍو جيت ٿيندو آهي، جيڪو ٻاجهريءَ جي رکيل اَنَ ۾ ازخود گھڻو پيدا ٿيندو آهي. ڪڻڪ ۽ چانورن کي تمام ترت وڪوڙي ويندو آهي.

**اَلي**: هڪ قسم جي بيماري، جنهن ۾ ذري ذري اُڃ لڳندي آهي يا اُڃ تمام گهڻي لڳندي آهي. پر ڪيترو به پاڻي پيئڻ سان اڃ اصل نه لهندي آهي. اها بيماري گهڻو ڪري جهولو لڳڻ سان به ٿيندي آهي. اُن کي پڻ اَليءَ جي بيماري ٿيندي آهي.

**اليا بلاول** (راڳڻي): بلاول ٺاٺ جي ڪاڊو سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهي ۾ مڌم ورجِ ۽ امروهي ۾ سمپورن آهي: پر گنڌار جو سر وڪر اٿس. هن راڳڻيءَ جي خاص تان هي آهي: پاني- ڌي ني- سا- ڌي نا ڌي پا- - ما گي ماري- گي ما پا ما- گي- ري - سا. هن جي آروهي ساري سا- گي ري گي پا- ڌي ني ڌي سا ۽ امروهي ساني ڌي پا ڌي نا ڌي پا- گي پا ما گي ري سا آهي. جڏهن ته هن جو وادي سر ڌيوت ۽ سموادي سر گنڌار آهي ۽ صبح جي وقت ڳائبي آهي.

**الياس شاڪر**: ناميارو صحافي الياس شاڪر جو جنم 26 آڪٽوبر 1951ع تي حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس تعليم ايم. اي پوليٽيڪل سائنس آهي. 1977ع ڌاري ڪراچيءَ منتقل ٿيو ۽ هڪ اخبار ۾ 1988ع تائين رپورٽر ۽ تجزيي ڪار طور ڪم ڪيائين. 5 آڪٽوبر 1998ع تي هن روزاني "قومي اخبار" جاري ڪئي. APNS جي انتظامي ڪاميٽيءَ طرفان سنڌ جي علائقائي ڪاميٽيءَ جو 1999ع کان 2001ع تائين ڪنوينر رهيو. CPNE جو 1997ع کان 1998ع تائين سيڪريٽري جنرل رهيو. هن وقت APNS جي انتظامي ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سنڌ ڪاميٽيءَ جو ڪنوينر آهي. "ايم آر ڊي ڪاميابيان اور ناڪاميان" جي نالي سان سندس ڪتاب به ڇپيل آهي.



**الياس عشقي، ڊاڪٽر**: اردو ۽ سنڌي زبانن جو ناميارو شاعر، اسڪالر ۽ اديب، ڊاڪٽر الياس عشقي، 25 ڊسمبر 1922ع تي جئپور جي هڪ علمي گهراڻي ۾ ڄائو. سندس والد علامه زري جئپوري، هڪ بهترين شاعر ۽ عالم هو. ڊاڪٽر الياس عشقي اردو، سنڌي ۽ فارسيءَ جو وڏو شاعر هو. هن 1945ع ۾ آگري يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (فارسي) ۽ 1947ع ۾ ايم. اي (اردو) جون سنڌون ورتيون. 1950ع ۾ ريڊيو پاڪستان سان وابسته ٿيو ۽ عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين ۽ حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جي ڊائريڪٽر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو. هن کي فارسي، سنڌي، اردو، هنديءَ ۽ انگريزي ٻولين تي مڪمل عبور هو. 1983ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس فارسي ڪلام جو مجموعو "شهر آشوب"، 1949ع ۾ ملتان مان شايع ٿيو. ان کان سواءِ سنڌي شاعرن جي ڪلام جو سندس منظوم اردو ترجمو "موج موج مهران"، انجمن ترقي اردو ڪراچيءَ طرفان شايع ٿيل آهي. هن کي خاص ڪري شاهه لطيف جي ڪلام تي وڏو عبور حاصل هو. هن شاهه جي ڪيترن سُرن جو اردوءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو، جنهن جو فارم ساڳيو سنڌي بيت وارو رکيائين. سندس ترجمو اصل ڪلام واري لذت ڏئي ٿو. هن جو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ بابت اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب "آوازِ لطيف" مڪتبه دانيال پاران ڇپجي رهيو آهي. ڊاڪٽر الياس عشقيءَ کي 14 آگسٽ 2000ع تي



حڪومت پاڪستان "هلال امتياز" جي اعزاز سان نوازيو. سندس وفات 16 جنوري 2006ع تي سعودي عرب ۾ ٿيڻ وٽ ٿي، جتان سندن ميت کي آڻائي حيدرآباد سنڌ ۾ دفن ڪيو ويو.

**الياس عطار قادري**: مولانا محمد الياس قادري 26 رمضان المبارڪ 1369هه/1950ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم ڪراچيءَ ۾ ئي حاصل ڪيائين. سندس والد جو نالو عبدالرحمان هو جيڪو هڪ ديندار ماڻهو هو ۽ هڪ اداري ۾ ملازمت ڪندو هو. پاڻ ننڍو هو ته سندس والد حج تي ويو جتي منيٰ ۾ لُڪَ لڳڻ سبب وفات ڪري ويو. اصل ۾ سندس وڏا ڪڇ جي "ڪُنيار" شهر جا رهاڪو هئا. قيام پاڪستان جي لڏپلاڻ دوران پهريائين حيدرآباد لڏي آيو پوءِ اُتان وري ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير ٿيو. پاڻ ضياءُ الدين احمد قادري رضويءَ جو مريد آهي. کيس چئني سلسلن جي خلافت حاصل آهي. هن هڪ اسلامي تحريڪ "قرآن و سنت" جو آغاز 1401هه/1982ع ۾ ڪيو. جيڪا ڏسندي ڏسندي دنيا جي 72 ملڪن تائين پکڙجي وئي. هن تحريڪ جو نالو "دعوت اسلامي" رکيو ويو. دنيا ۾ سندس هزارين مريد آهن. هن جماعت جو ساليانو اجتماع ملتان ۾ ٿيندو آهي، جنهن ۾ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو شرڪت ڪندا آهن. کيس نعتيه شاعريءَ سان ڪافي لڳاءُ آهي. سندس ڪافي تصنيفون آهن، جن ۾ 'فيضانِ سنت'، جنهن جو دنيا جي 15 زبانن ۾ ترجمو ٿيل آهي. 'آداب طعام'، 'فيضانِ رمضان'، 'پردي جي باري ۾ سوال جواب'، 'رسائل عطاريه'، 'نماز جا احڪام'، 'رفيق الحرمين'، 'چندي جي باري ۾ سوال جواب'، 'مدني پنج سوره'، 'عقيقي جي باري ۾'، 'خودڪشيءَ جو علاج سوال جواب'، 'امام حسين جون ڪرامتون'، '40 روحاني علاج'، 'گهريلو علاج' مشهور آهن. 'مغيلانِ مدينه' ۽ 'ارمغانِ مدينه' سندس نعتيه شاعريءَ جا ڪتاب آهن. 2008ع ۾ هڪ اسلامي چينل شروع ڪيو جنهن جو نالو "مدني" چينل آهي. جيڪو سڄي دنيا ۾ ڏٺو ويندو آهي.



**الياس محمد ڪلهوڙي جو مقبرو**: هي مقبرو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي وقت جو آهي ۽ ديهه فريد آباد، تپي مڏ باهو، تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ واقع آهي. ڪجهه تاريخن ۾ هن مقبري جو هنڌ انڙ آباد لکيو ويو آهي. هي ماڳ باقراڻي ڳوٺ کي ويجهو آهي، جو اتان هڪ پڪو رستو به نڪري ٿو. هي باقراڻي- نوآباد روڊ تي آهي. نو آباد هن کان اتر ڏکڻ ٥ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. مقبري جي اڏاوت ۽ ٺهرائيندڙ بابت به تاريخون خاموش آهن. ڪن تاريخن ۾ سندس مدفن گهاڙ واهه ڏيکاريل آهي. جڏهن ته باقراڻيءَ ويجهو گهاڙ واهه آهي ئي ڪونه. الياس محمد خان، شاهل محمد ڪلهوڙي جو وڏو ڀاءُ هو. ڪانئس پوءِ ميان وال تحريڪ جي اڳواڻي شاهل محمد ڪئي. مقبري کي اڳيان احاطي طور پڪين سرن جي پٽ ڪنگرن ۽ چُن گاري سان ٺنبيل آهي. دروازو، هڪ ڪمري وانگر اڏاوت ۾، جنهن جي ٻيڙ ٻني تي برجيون هيون، سو 1977ع تائين موجود هو، پر 1995ع ۾ اهو دروازو ڪونه هو.



اهو اوپر طرف هو. هاڻي احاطي واريون پٿيون هنڌان هنڌان ڪري پيون آهن. صرف ٽن نوڪدار ونگن سان دروازو ٺهيل آهي؛ جنهن جي پاسي ۾ اڀين ونگن سان پانيل ٺهيل آهي. وڏي ونگ جي هيٺان هڪ ننڍي ونگ ۾ ڪاٺ جو دروازو لڳل آهي. جيڪو 7.9 فوٽ اوچو آهي. وڏي ونگ تي ٻئي پانيل تي دروازي جي مٿان ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. حاشيي ڪان مٿي مهاڙي، ڪاشيءَ جي اڀين ۽ سڌين سرن سان سينگاريل آهي. مهاڙيءَ واري وڏي ونگ 13.9 فوٽ اوچي، 5 فوٽ ڪن ويڪري ۽ 2.9 فوٽ اندر تي لڳل آهي. روضو چورس 24.6 فوٽ هر پاسي، ۽ پاسي واريون پٿيون 25.10 فوٽ ۽ مهاڙي اوچائيءَ ۾ 22.6 فوٽ آهي. ڪنڊن وٽ لڳل برجين جي ماپ 3.8 فوٽ آهي. مقبري جي پاسي ۾، ٽن سڌين قطارن ۾ 7 پانيل مستطيل نموني جا ٺهيل آهن. ڇت تي گنبذ اڌ گول نموني جو. اٺڪنڊي گچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. گنبذ جي گهيري جي ماپ 64.6 فوٽ آهي ۽ اوچائي 4.9 فوٽ آهي. گنبذ جي مٿان فانوس ۽ ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. هن قسم جو فانوس ڪلهوڙن جي اڏاوتن ۾ پراڻي ۾ پراڻو آهي. حجرو چورس، جنهن جو هر پاسو 16 فوٽن جو آهي. هيٺان فرش ڪان گنبذ تائين جي ماپ 29.6 فوٽ آهي. هر ڪنڊ تي ڪنڊ- جوڙ (squinches) ٺاهي چورس حجري کي اٺڪنڊي نموني جو ڪري مٿس گچ ٺاهيو ويو آهي. وقت به وقت جي مرمت مقبري جا اصل وسب (Feature) ختم ڪري ڇڏيا آهن. پوءِ به جوڙ- ڪنڊن، رهيل پٿين ۽ گنبذ جي اندرئين حصي تي آلو چٽ (Fresco) اڃا به سهڻو بيٺل آهي. روضي ۾ ڪل ٽي قبرون آهن. انهن مان اولهه طرف ڪجهه وڏي قبر ميان الياس محمد ڪلهوڙي جي. باقي اڀرندي طرف واريون به قبرون سندس پٽن يارمحمد ۽ تاج محمد جون آهن.

**الياس محمد، ميان ڪلهوڙو:** ميان الياس پٽ ميان دائود پٽ ميان آدم شاهه ڪلهوڙو پنهنجي والد ميان دائود جي وفات ڪانپوءِ خاندان جو اڳواڻ بنجي ويو. ڪجهه محققن اهو ڄاڻايو آهي ته ميان الياس، وڏيري جلال ابڙي جي مدد سان زمينون وٺڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. هن بابت گهڻو احوال ميسر ٿي نه سگهيو آهي. هن متعلق مغل دور جو تذڪره نگار شاهنواز خان لکي ٿو ته، "ميان الياس ابڙا قوم جو سردار هو ۽ آهستي آهستي ابڙا قوم تي غالب ٿي سندن زمينن تي قبضو ڪيائين". هن بابت ڪيترن ئي مفڪرن پنهنجا رايا ڏنا آهن. پير علي محمد شاهه راشدي (شڪارپور متعلق تاريخي يادداشت) لکي ٿو ته "هن ڪيترين ئي زمينون وري ڀيهر هٿ ڪيون، جي سندس والد جي زماني ۾ ڪلهوڙن ڪان ڦرجي ويون هيون ۽ مريدن جو پڻ تعداد وڌايو هو وڏو عبادت گذار ۽ غريبن جو خير خواهه هو. ڪيس لاڙڪاڻي ضلعي ۾ گهاڙ واهه جي ڪپ تي دفن ڪيو ويو. تذڪره نگار شاهنواز خان جي ان بهتان تي سنڌ جا سڀ تاريخدان ۽ محقق خاموش آهن. ميان الياس جي وفات جي تاريخ ڪنهن به تذڪري ۾ ڄاڻايل نه آهي، ليڪن "ڪلهوڙا دور حڪومت" ڪتاب جو مصنف لکي ٿو ته، "ميان الياس جي وفات جي تاريخ بابت سڀ محقق خاموش آهن. ليڪن همعصر مواد جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته هن 1035هه مطابق 1625ع ۾ وفات ڪئي" ۽ سندس مدفن بابت "خدا يار خاني ميان سرفراز خان عباسي" جو مصنف ميرزا عباس علي بيگ لکي ٿو ته، "ميان الياس بن دائود بن آدم شاهه جي قبر لاڙڪاڻي ۽ هٽڙيءَ جي وچ تي ديري ڳوٺ ۾ سندس مقبرو موجود آهي، جنهن جي تصوير تاريخي ڪلهوڙا دور (جلد ٻهرئين) جي ٻئي ڇاپي (1996ع) ۾ ڏنل آهي، جيڪو ڪتاب ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ پاران ڇپايو ويو آهي.

**اليڪٽرانڪس:** هٿرادو برقي شين ۾ ريڊيو ٽيليويزن، ريفريجريٽر، استري، پنکا، ايئرڪنڊيشنر، واشنگ مشينون، برقي چُلها، ڪيٽليون، جوس بلينڊر ۽ ٽوسٽر وغيره اچي وڃن ٿا.

برقي شين کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪڙيون ڳريون برقي شيون ۽ ٻيون هلڪيون برقي هٿرادو شيون. ڳرين برقي شين ۾ اليڪٽريڪل ڪمپليڪس، ٽرانسفارمر ۽ بجليءَ جا ٻيا وڏا سامان اچن ٿا. هلڪين برقي شين ۾ بجليءَ جون موٽرون، پنکا، واشنگ مشينون، فرج ۽ ننڍا ٽرانسفارمر وغيره شامل آهن. بجليءَ جون ڪيترين هٿرادو شيون پاڪستان ۾ تيار ٿينديون آهن. جن ۾ موٽرون، پنکا، بلب، ٽيوب لائيٽون، ڪيبل تارون، واٽر ڪولر، وولٽيج ريگيوليٽر اسيبلائيزر، استريون، هيٽر ٽيبل ليمپ، ٽڙ گهنٽيون، ٽوسٽر ساڪيٽ، پلگ، هولڊر ۽ سئچ وغيره ڪان سواءِ وڏين برقي شين جا ننڍڙا ننڍڙا پرزا ۽ اوزار شامل آهن.

پاڪستان ۾ بجليءَ جون تارون ۽ ڪيبل بنائڻ جا ڪيترائي ڪارخانا آهن. گجرات ۾ پنکن جي صنعت آهي، جتي هر قسم جا پنکا تيار ڪيا ويندا آهن. ان ڪانسواءِ ڊيزرٽ ڪولر خالص پاڪستاني صنعت آهي. برقي هٿراڏو شين جي وڏي مارڪيٽ ڪراچيءَ ۾ آهي. ان ڪان سواءِ سنڌ جي سيني شهرن، پنجاب ۽ بلوچستان ۾ پڻ مارڪيٽون آهن. ڊيزرٽ ڪولر جا ڪارخانا ڪراچيءَ، لاهور، گجرات ۽ گجرانوالا ۾ آهن.

بجليءَ جي بلبن ۽ ٽيوب لائيٽن ۾ پنج واٽ ڪان ويندي 1500 واٽ جا بلب، ٻن فوٽن ۽ چئن فوٽن جون ٽيوب لائيٽون. وڌيڪ روشنيءَ ۽ طاقت جا مرڪيوري بلب ۽ گاڏين ۾ استعمال ٿيندڙ گهٽ وولٽيج جا بلب شامل آهن.

پاڪستان ۾ ننڍا ۽ وڏا ٽرانسفارمر ٺاهڻ جا اَٺ ڪارخانا آهن. ان ڪان سواءِ پاڪستان ۾ پلاسٽڪ مان ٺهندڙ برقي شيون، جن کي بيڪرلائيٽ چيو ويندو آهي، به تيار ٿينديون آهن. بجليءَ جو موٽرون ۽ واشنگ مشينون ٺاهڻ جا به ڪيترائي ڪارخانا پاڪستان ۾ ڪم ڪري رهيا آهن.

اڄ جي جديد دؤر ۾ بجلي رڳو گهرن کي روشن ڪرڻ لاءِ نه، پر سڄي گهر کي هلائڻ جي ذميداري کڻي چڪي آهي. بجليءَ جي شين، اڄ "گهر" جو تصور ئي بدلائي ڇڏيو آهي.

**اليگزينڊر برنس:** ايسٽ انڊيا ڪمپني جو مُهر جُو آفيسر ۽ سياح اليگزينڊر برنس 16 مئي 1805ع تي اسڪاٽلينڊ جي شهر مونٽروس ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ رابرٽ برنس فورفارشر جو مئجسٽريٽ هو سندس خاندان جي نالي جي صورتخطيءَ ۾ اڳ Burnes لکبو هو. پر سندس پيءُ رابرٽ برنس ان مان E ڪڍي ڇڏي، جنهن ڪانپوءِ اهو رڳو برنس (Burns) لکيو ويندو هو اليگزينڊر برنس پنهنجي ابتدائي تعليم مونٽروس اڪيڊميءَ مان حاصل ڪئي. 16 سالن جي عمر ۾ 31 آڪٽوبر 1821ع تي بمبئيءَ پهتو هندستان جي شهر سورت ۾ ڪيس اضافي بٽالين ۾ هندستاني ٻوليءَ جو ترجمان (Interpreter) مقرر ڪيو ويو فارسي ٻوليءَ تي عبور هجڻ ڪري هن صدر عدالت جي ججن جو اعتماد به حاصل ڪري ورتو. تنهنڪري ڪيس عدالت ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل دستاويزن جي ترجمي لاءِ مقرر ڪيو ويو.



اليگزينڊر برنس جي صلاحيت کي مدنظر رکندي ايسٽ انڊيا ڪمپني کيس 21 سالن جي عمر ۾ ڊپٽي اسسٽنٽ ڪوارٽر ماسٽر جنرل جي عهدي تي مقرر ڪيو انهيءَ عرصي ۾ هن واگر (Wagur) جي انگن اکرن بابت تفصيلي رپورٽ تيار ڪئي، جنهن کي گورنر ۽ بمبئي ڪائونسل جي ميمبرن تمام گهڻو ساراهيو. هو مشرقي ٻولين جو ڄاڻو هو. هن 1831ع واري عرصي ۾ سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جي رڪاوٽن باوجود سنڌو درياهه جي سيني مُنهن جو سروي ڪري ورتو ۽ ان جي پڇاڙ واري حصي جو نقشو به ٺاهي ورتو. هن زميني سفر جي بدران سنڌوءَ ذريعي سفر جي مڪمل اجازت به حاصل ڪري ورتي ۽ سنڌ جي حاڪم ٽالپرن کان اها به اجازت ورتائين ته سنڌو درياهه جو رستو برطانوي واپارين لاءِ کليل رهندو.

اليگزينڊر برنس سنڌو درياهه جو سفر ڪندي 18 جولاءِ 1831ع تي لاهور پهتو. جيئن ته هن جو اصلي مطلب پورو ٿي چڪو هو ۽ هن پنهنجي سروي به مڪمل ڪري ورتي. انگريز حڪومت کي هندستان ۽ سنڌ جي صحيح معلومات ۽ نقشن بابت پوري ڄاڻ هن ٿي ڏني.

17 جنوري 1832ع تي جڏهن هو ٻيهر لاهور داخل ٿيو، تڏهن رنجيت سنگهه هن جو دل جي گهرائين سان استقبال ڪيو هتي اليگزينڊر برنس وچ ايشيا جي خطرناڪ سفر جي تياريءَ ۾ مصروف هو. هن پنهنجو حُليو ۽ ويس بدلائي ٻهروپيو بڻجي عادتون بدلائي ڇڏيون ۽ حُليو تبديل ڪرڻ کان پوءِ هڪ افغانيءَ جو روپ اختيار ڪيو ان سفر ۾ هن سان گڏ بنگالي فوج جو سرجن جيمس گيرارڊ شريڪ هو جنهن پڻ هن جهڙو حُليو اختيار ڪيو.

اليگزينڊر برنس رنجيت سنگهه جي ڏنل فوجي دستي سان هن جي رياست جو ڇاڙو ورتو ۽ اڳتي برنس ۽ سندس ساٿي افغانين سان مليا، جيڪي اڪوڙه تائين هنن سان گڏ هئا. ان بعد ڪاميابيءَ سان پشاور، جلال آباد ۽ ڪابل پهتا. اهو سفر جاري رکندي، لکنئو کان بخارا اچي پهتو. اتي خطرن کان خوشقسمتيءَ سان بچي ويو. برنس واپس خولرم ۽ گيرارڊ سان مليو. جتان اهي بلخ پهتا، 18 جنوري تي هڪ سال کانپوءِ بمبئيءَ پهتو.

اليگزينڊر جڏهن هندستان جي گورنر کي سموري رپورٽ پيش ڪئي ته سندس ڪم کان گورنر جنرل تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ انگلنڊ ۾ به سندس ڪم کي گهڻي پذيرائي ملي. سندس سفرنامي کي ترت فرينچ ۽ جرمن ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو. کيس رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو ميمبر پڻ مقرر ڪيو ويو. "The Navigation of the Indus and a Journey by Balkh and Bokhara" واري ريسرچ جي ڪم تي کيس گولڊ ميڊل پڻ مليو. ان کانپوءِ هي انگلينڊ، ڏکڻ فرانس، مصر ۽ ڳاڙهي سمنڊ جي علائقن ۾ به ڪجهه عرصو رهڻ کانپوءِ 5 اپريل 1835ع تي هندستان واپس آيو ۽ کيس سنڌ جي عدالت ۾ ان مقصد سان مقرر ڪيو ويو ته هو سنڌو درياهه جي نيويگيشن (Navigation) بابت ڳالهه ڪري. انهيءَ دوران کيس هڪ اهم ذميداري ڏني وئي ته، هو افغانستان جي بادشاهه دوست محمد سان ملي ان سان ڳالهائي ته هو هندستان جي اولهندي واري صوبن سان تجارتي معاهدا ڪرڻ بابت ڳالهيون ڪري. اليگزينڊر برنس 20 سيپٽمبر 1837ع تي ڪابل پهتو جتي پهچڻ کانپوءِ ان محسوس ڪيو ته سندس مشن بيڪار آهي، ڇاڪاڻ جو هندستاني حڪومت کي ايران ۽ روس جي تحريڪن ۽ بغاوتن کان خطرو هو جڏهن ته اهي افغانستان جي ويجهو هئا. ٻئي طرف دوست محمد کي روسي ايجنٽ تصور ڪيو ويندو هو جنهن برنس کي افغانستان مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو برنس هندستان پهچندي ئي سرڪار کي دوست محمد جي باري ۾ ٻڌايو ته سرڪار کيس ٻيو حڪم ڏئي واپس افغانستان موڪليو آهي. برنس افغانستان وڃڻ لاءِ جيئن ئي شڪارپور پهتو ته کيس "لنڊن گزيٽ" جي هڪ ڪاپي ملي، جنهن ۾ اهو ڄاڻايل هو ته برنس کي ليفٽيننٽ ڪرنل جي عهدي تي ترقي ڏني وئي آهي.

اليگزينڊر برنس عهدي سميت جڏهن افغانستان پهتو، تڏهن دوست محمد جي پٽ حيدر خان پنهنجو پاڻ کي برطانيه حڪومت جي آڏو پيش ڪيو جنهن کي بعد ۾ برنس جي نظرداريءَ هيٺ ڪوئيٽا جو گورنر مقرر ڪيو ويو. ٿوري ئي عرصي ۾ دوست محمد افغانستان مان فرار ٿي ويو ۽ سندس جاءِ تي 1939ع ۾ شاهه شجاع کي حاڪم مقرر ڪيو ويو. سر وليم ايم ناٽن (Sir Willium M. Naughten) ڪابل ۾ برطانوي سفير جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو هو جڏهن ته برنس سندس نائب مقرر هو. پر انگريزن جي پسند وارو اهو انتظام گهڻو وقت هلي نه سگهيو. انگريزن خلاف افغانين جي بغاوت شروع ٿي چڪي هئي. ليڪن سر وليم ايم ناٽن ۽ اليگزينڊر برنس ان بغاوت مان ڪو خطرو محسوس نه ڪيو.

افغانين جي بغاوت کي مدنظر رکندي ميجر پاٽنجر جي خبردار ڪرڻ کانپوءِ 14 هزار برطانوي فوجي افغانستان ۾ مقرر ڪيا ويا. پر 2 نومبر 1841ع تي هڪ وڏو طوفان برپا ٿيو ان ڏينهن صبح جو 9 وڳي افغانين ڪابل ۾ برنس جي رهائشگاهه تي حملو ڪري، اليگزينڊر برنس، سندس ڀاءُ ليفٽيننٽ چارلس برنس، ليفٽيننٽ برواڊفٽ ۽ گهر ۾ موجود سيني مردن، عورتن ۽ ٻارڙن کي ماري ڇڏيو ۽ سندس گهر کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو اها انگريزن جي خلاف هڪ خوفائتي سانحي جي شروعات هئي.

**اليگزينڊر ڪننگهام** (Alexander Cunningham): (جنم 23 جنوري 1814 وفات 28 نومبر 1893ع) سر اليگزينڊر ڪننگهام فوج ۾ انجنيئر هو. پر کيس "هندوستان جي آرڪيالاجيءَ" جو ابو تصور ڪيو وڃي ٿو پاڻ لنڊن ۾ ڄائو سندس والد جو نالو ايلن ڪننگهام هو جيڪو پڻ اسڪاٽش زبان جو شاعر ليکڪ هو. پاڻ 19 سالن جي ڄمار ۾ بنگال جي انجنيري کاتي ۾ داخل ٿيو. هن 28 سالن تائين فوج ۾ رهي خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ ميجر جنرل جي عهدي تان 1861ع ۾ رٽائر ٿيو. کيس قديم آثارن ۽ خاص طور انڊيا جي قديم آثارن سان گهڻي دلچسپي هئي. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا کي جڏهن منظور ڪيو پئي ويو ته وقت جي وائسراءِ چارلس جان ڪيننگ سان رابطو ۾ هو هن کيس آرڪيالاجي کاتي جو پهريون ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. پاڻ 1861ع کان 1865ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. 1865ع ۾ ڪن سببن جي ڪري آرڪيالاجي کاتي جو ڪم روڪيو ويو 1867ع ۾ کيس سر جو خطاب ڏنو ويو جڏهن 1870ع ۾ آرڪيالاجي کاتي ٻيهر ڪم شروع ڪيو ته هو واپس آيو ۽ سال 1885ع تائين کاتي جو ڊائريڪٽر رهيو. ڪننگهام سال 1893ع ۾ لنڊن ۾ وفات ڪري ويو سندس گڏ ڪيل سڪا جيڪي برٽش ميوزم ۾ رکيل آهن، سي تحقيقدانن لاءِ وڏو سرمايو آهن. هن هندوستان (گڏيل) ۾ ڪيترين کوٽايون ڪرايون، جن ۾ سارناٿ، سانچي ۽ مهابوڌي ٽيمپل اهم آهن. سندس مشهور تصنيف "Ancient Geography of India" آهي. ان کان سواءِ به هن ڪجهه ڪتاب لکيا، جي هي آهن:



1- Bhilsa Topes (1854), a History of Buddhism.
2- Coins of Ancient India (1891)

**اليگزينڊر گراهم بيل:** دنيا جو مجيل سائنسدان ۽ ٽيليفون جو موجد اليگزينڊر گراهم بيل، اسڪاٽلنڊ جي شهر "ايڊنبرا" ۾ 3 مارچ 1847ع تي جائو. 1858ع ۾ "ايڊنبرا" جي رايل هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين. جتان تعليم حاصل ڪرڻ بعد، 1863ع ۾، ويسٽن هائوس اسڪول ۾ استاد ٿيو. بعد ۾ 1866ع ۾ "سومرسٽ شاير" ڪاليج ۾ استاد جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنائين. ان ڪانسواءِ لنڊن ۾ ٻوڙن جي اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. ان دوران لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجي تعليم کي پڻ جاري رکيائين. 1870ع ۾ والدين سان گڏ ڪئناڊا ويو ۽ 24 سالن جي عمر ۾ 1873ع ۾ بوسٽن يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. جتي ميبل هبارڊ (Mabel Hubbard) سان سندس پهرين ملاقات ٿي. ان دوران هو "هارمونڪ ٽيليفون" جا تجربا ڪندو رهيو ۽ نيٺ 1875ع ۾، ٽيليفون ايجاد ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. 10 مارچ 1876ع تي هن دنيا جو پهريون ٽيليفون پيغام موڪليو ۽ ساڳئي ئي سال 25 جون تي فلاڊيلفيا (Philadelphia) ۾ ٽيليفون جي نمائش جو اعلان ڪيائين. 9 جولاءِ 1877ع تي "بيل ٽيليفون ڪمپنيءَ" جو بنياد وڌو ويو. اليگزينڊر 11 جولاءِ 1877ع تي "ميبل هبارڊ" (Mabel Hubbard) سان شادي ڪئي. 1879ع ۾ "بيل ٽيليفون ڪمپنيءَ" مان استعيفيٰ ڏئي، اسڪاٽلنڊ جي "گربناڪ" شهر ۾ ٻوڙن ٻارڙن لاءِ اسڪول قائم ڪيائين. ان ڪان پوءِ هن 1883ع ۾ واشنگٽن ۾ ٻوڙن جي لاءِ هڪ الڳ اسڪول کوليو. هن 1886ع ۾ "باڊيڪ بي" شهر ۾ ذاتي جڳهه خريد ڪري، هڪ ليبارٽري قائم ڪئي. آمريڪا ۾ ٻوڙن کي ڳالهائڻ ۽ لکڻ پڙهڻ لاءِ هڪ تنظيم جو بنياد پڻ وڌائين. جنهن جو پهريون صدر پاڻ ٿيو. ان کان سواءِ "نئشنل جاگرافڪ سوسائٽيءَ" ۾ "سمٿ سونين" اداري جو صدر پڻ ٿيو. ٽيليفون ذريعي، دنيا کي "گلوبل نيٽ" (Globel net) ٺاهيندڙ هن عظيم سائنسدان، 75 سالن جي عمر ۾ 2 آگسٽ 1922ع ۾ وفات ڪئي.



**اُما ديوي (شڪتي استان هنگلاج پس منظر):** هندو ڏند ڪٿائن موجب اُما ديوي دڪشا، پرجا پتيءَ جي ڌيءَ هئي، جيڪا شِو مهاديو سان پرڻي، دڪشا کي پنهنجي نائيءَ جي زندگيءَ جو ڍنگ پسند نہ هو ان ڪري هن شِو کي پنهنجي يگيہ ۾ ڪوٺ نہ ڏني. ان تان اُما ديويءَ، پنهنجي مڙس جي بي عزتي برداشت ڪري نہ سگهي ۽ هن پاڻ کي يگيہ جي اگني ڪنڊ ۾ ٽپو ڏئي ساڙي ماريو. ائين هوءَ مڙس سان سچي ٿي، انڪري هن کي 'ستي' بہ چوندا آهن. ان شديد صدمي سبب شِوَ مهاديو ڪاوڙ ۾ ٽپي باهہ ٿي ويو ۽ پنهنجي جتا مان وير پدر کي پيدا ڪيائين ۽ کيس راجا دڪشا کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. جنهن سندس سر وڍي ڇڏيو ٻئي طرف شِوَ ڀڳوان "ستيءَ" جو لاش کنيو بي خوديءَ ۽ بي حاليءَ ۾ ڀٽڪندو رهيو. تڏهن ڀڳوان وشنوءَ پنهنجي قوت سان "ستيءَ" جي لاش جا 52 ٽڪرا ڪري سڄي جڳ ۾ پکيڙي ڇڏيا، جتي جتي اهي ٽڪرا ڪريا، اتي شڪتي استانن جو بنياد پيو



سندس ٻيا بہ نالا آهن، جهڙوڪ: شڪتي ديوي (Goddess of Power)، مها ديوي (Great Goddess)، دُرگا ديوي، ان پورنا ديوي، جگن ماتي ديوي، پاروتي، ڪالي ديوي ۽ ٻيا گهڻا. اما دراوڙي نالو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مها ماتا. ان جي مالهن، جهنگ جي مرن (جانورن) ۽ آسماني گرهن تي حڪمراني هلندي هئي. اهو بہ تصور ڪيو ويو آهي تہ روحن تي برتري Transcendence مهل ڪين ڇوٽڪارو ڏيندي آهي. پوئين دور ۾ هن ديويءَ سان گڏ شينهن ۽ جبل بہ ڏسجي ٿو اهڙيون ڳالهيون انهن آرين شامل ڪيون آهن، جيڪي سنڌ مان گذري مشرق قريب پهتا هئا. هن ديويءَ جو "اما" نالو ڏکڻ هندوستان ۽ پنجاب ۾ بہ تمام گهڻو مشهور آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي دراوڙي علائقا آهن. سنڌ جي هيءَ اما ديوي سمير ۾ بہ اما Uma ديوي بنجي وئي، سندس پيءُ جو نالو سِن (Sin) ٻڌايو وڃي ٿو يعني سنڌ. حقيقت بہ اها آهي تہ هيءَ ديوي سنڌ کان هتي پهتل هئي. بعد ۾ هيءَ بابل جي اهم ديوي Primal Goddess of Babylon بنجي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هنن سميرين وارو مذهب اختيار ڪيو هو جيڪو دراصل سنڌ جو مذهب هو ۽ انهن مقدس مورتين جا بہ نالا بہ ساڳيا سميري رکيا هئا. ڪن عالمن جو رايو آهي تہ سمير جا قديم آبادڪار سنڌ کان آيا هئا، جيڪڏهن جڳهہ ريت جاچي ڏسبو تہ ميسو پوٽاميا جو ۽ سنڌ جو مذهب بہ بلڪل ساڳيو آهي.

**اُماس:** چنڊ جي مهيني جو پويون ڏينهن، جنهن ڏينهن تي چنڊ بلڪل لڪي ويندو آهي ۽ نظر نہ ايندو آهي. وري پهرين تاريخ تي الهندي طرف کان سنهڙيءَ ليڪ جي روپ ۾ ظاهر ٿيندو آهي. جيڪو روزانو 50 منٽ دير سان اُڀرندو ۽ لهندو آهي، تان جو 14 تاريخ تي سڄو روشن ڏسبو آهي. چوڏهينءَ تاريخ کان پوءِ چنڊ اوپر کان 50 منٽ دير سان اڀرندو ڏسبو ۽ 28 تاريخ تي رات جي ڪنهن بہ وقت بلڪل نظر نہ ايندو. اها تاريخ اونداهي رات ٿيندي آهي. تنهنڪري ان کي اُماوس يا "اماس" چئبو. اها رات ڪاري ٿيندي آهي.

**اُم البنين رضي الله:** بيبي اُم البنين جو اصل اسم گرامي فاطمہ ڪلابيہ هو هيءَ پهرين عورت آهي، جنهن سان حضرت علي عليہ السلام، بيبي فاطمہ الزهرا بنتِ محمد ﷺ جي رحلت کان پوءِ نڪاح ڪيو بيبي اُم البنين پنهنجو نالو فاطمہ انهيءَ ڪري اُم البنين ۾ تبديل ڪيو، جو جڏهن بہ ڪيس حضرت علي عليہ السلام فاطمہ جي نالي سان سڏيندا هئا، تڏهن بيبي فاطمہ الزهرا جا ٻار پنهنجي ماءُ کي ياد ڪري روئندا هئا. انهيءَ ڪري بيبي فاطمہ ڪلابيہ اهو طئي ڪيو تہ هوءَ اڄ کان پاڻ کي اُم البنين جي نالي سان سڏائيندي. اُم البنين جي معنيٰ آهي "پٽن جي ماءُ". بيبي اُم البنين کي چار پٽ هئا. جن مان وڏو حضرت عباس علمدار عليہ السلام هو بيبي اُم البنين جا چارئي پٽ ڪربلا معليٰ (نينوا) ۾ 10 محرم الحرام 60 هه / مطابق 10- آڪٽوبر 680ع تي شهداءِ ڪربلا سان گڏ شهيد ٿيا.

سنڌ ۾ حضرت عباس بن علي عليہ السلام جو علم، جيڪو حضرت امام حسين عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ علمبردار کي ڏنو شيعا حضرات اهڙو عَلَمَ عام طرح سان وڏي عقيدتمنديءَ سان امام بارگاهن ۽ گهرن ۾ هڻندا آهن. حضرت عباس کي اڪثر "باب الحوائج" جي لقب سان ياد ڪندا آهن. سنڌ ۾ حاضري (مشڪل حل ٿيڻ کانپوءِ حضرت عباس جو نياز) وڏي پيماني تي ٿيندي آهي. انڪانسواءِ وڏين بيبين (بيبي آمنہ، بيبي فاطمہ بنت اسد ۽ بيبي فاطمہ ڪلابيہ) جي بہ باس (منت) ٿيندي آهي.

**امام:** اصل عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پيشوا، رهبر يا اهو ماڻهو جنهن جي پيروي ڪجي. لفظ "امام" جي مفهوم ۾ وسعت آهي. هي لفظ خليفي ۽ اسلامي معاملن ۽ مسئلن جي متوليءَ لاءِ بہ استعمال ٿيندو

آهي. ڪنهن علم، خاص ڪري مذهبي علم، تفسير، حديث، فقه، تصوف، ڪلام ۽ لغت جي ماهرن کي بہ امام چيو ويندو آهي. جيئن امام بخاري، امام غزالي، امام ابن تيميہ وغيره. شيعا، امام جو خطاب حضرت علي ۽ ان جي اولاد مان اوائلي ٻارهن فردن لاءِ مخصوص سمجهن ٿا. پر اسماعيلي شيعا فرقي وٽ سندن امامن جو سلسلو جاري رهندو آيو آهي. شيعن جي عقيدي موجب امام سيني مسئلن کان آگاهہ ۽ معصوم هوندو آهي. انهن وٽ امامت جو ثبوت فقط "نص" آهي. ۽ حضرت علي "نص" جي لحاظ سان پهريون امام مقرر ٿيو. جيڪا "خُم غدير" وٽ نازل ٿي. هنن وٽ امام جو هاشمي هجڻ ضروري آهي. "اماميہ" فرقي جي عقيدي موجب نبي سڳوري کان پوءِ پهريون امام حضرت علي هو ۽ هنن وٽ امام جي نامزدگيءَ ۾ اختلاف نہ هئڻ ضروري آهي. تنهن هوندي بہ چئن امامن جي امامت بعد "اماميہ" ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو. "جبائيہ" ۽ ڪن ٻين فرقن جي عقيدي ۾ امام جو قريشي هئڻ لازمي آهي. پر خارجي ۽ معتزلہ انهن جي خلاف آهن. اهل سنت والجماعت جي خيال ۾ امامت جي مقرري حضرت نبي سڳوري جي نص يا اجماع امت جي منظوريءَ سان ٿيندي آهي. امامت جي لاءِ مفتي محمد عهده لکيو آهي تہ "ان جي لاءِ انتخاب ضروري آهي." امامت لاءِ متڪلمين وارن گهٽ ۾ گهٽ 8 شرط پيش ڪيا آهن. "زيديہ" فرقي وارا وري هڪ وقت ۾ هڪ کان وڌيڪ امام هئڻ جا بہ قائل آهن. عباسين ۾ سيني کان پهرين ابراهيم بن محمد عباسيءَ، امام جو لقب اختيار ڪيو. مهدي عباسيءَ جي زماني ۾ اهو لقب عباسين جي مسڪن تي اُڪريل هو. مامون الرشيد عباسيءَ "امام المسلمين" جو لقب اختيار ڪيو. ڪجهہ عباسي خليفا پاڻ کي "الامام الاعظم" بہ سڏائيندا هئا. عباسين کان پوءِ مراڪش ۾ ادريسين، اندلس ۾ اُموين ۽ مصر ۾ فاطمين بہ اهو لقب اختيار ڪيو.

**امام ابُوحنيفہ:** اصل نالو نعمان بن ثابت، جيڪو پنهنجي ڪنيت 'ابوحنيفہ' سان مشهور آهي. اسلامي دنيا جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ جيئن تہ فقہ حنفيءَ جو باني هو، تنهنڪري امام حنيفہ جي نالي سان عالمِ اسلام ۾ مشهور ٿيو. ڪيس امام اعظم بہ سڏيو ويو آهي. سندس نسبت ڪن ايراني نسل سان تہ ڪن سنڌي نسل سان جاڙائي آهي. سندس والد اتي واپار ڪندو هو. سندس جنم 'ڪوفي' ۾ 80هہ/699ع ۾ ٿيو. اول علمِ ڪلام پڙهائين. پوءِ فقہ جي تعليم پنهنجي استاد حماد بن ابي سلمان کان حاصل ڪيائين. نهايت ذهين هو. سندس مسلڪ ۾ پهريائين قرآن شريف ۽ سنت هئا، پوءِ اصحابن جا اقوال، ان کان پوءِ اجتهاد. خليفي ابوجعفر منصور ڪيس قاضيءَ جو عهدو پيش ڪيو جنهن کان انڪار ڪرڻ تي خليفي ڪيس قيد ۾ وڌو. جتي 150هہ/767ع ۾ وفات ڪيائين. قيد دوران امام ابو حنيفہ کان امام محمد تعليم حاصل ڪئي، جيڪو اڳتي هلي حنفي فقہ جو وڏو ڄاڻو بڻيو. امام ابوحنيفہ کي اهو بہ شرف حاصل آهي تہ پاڻ قرآن پاڪ جي ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جي جائزيت جي فتويٰ ڏنائين. ڪن روايتن ۾ آهي تہ امام ابوحنيفہ جا وڏا اصل سنڌ جا هئا، پر ان جو تصديقي حوالو نٿو ملي.

**امام احمد بن حنبل رحہ:** امام احمد بن حنبل رحہ فقہ جي اُنهن چئن امامن مان هڪ هو جنهن جي پيروي ڪرڻ ۾ مسلمان سعادت سمجهن ٿا.

امام صاحب جي ولادت 163هہ/ مطابق 780ع ڌاري بغداد ۾ ٿي. تعليم وڏن محدثن وٽ حاصل ڪيائين. وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مڪي، مديني، شام، بصري، يمن ۽ ڪوفي بہ ويو 185هہ/801ع ڌاري حديث جي عنوان تي هڪ ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ هڪ لک ويهہ هزار حديثون شامل هيون. سندس شاگردن ۾ امام بخاري رحہ ۽ امام مسلم رضا رحہ قابل ذڪر آهن.

خليفي معتصم بالله جي حڪومت جي دوُر ۾، امام صاحب جن 'خلق قرآن' جو نظريو رڪنڏ هو انهيءَ ڳالهہ تي ڪيس هٿڪڙيون ۽ بيڙيون هڻي، معتصم بالله جي دربار ۾ آندو ويو جتي ڪيس قرآن کي مخلوق چوڻ لاءِ چيو ويو پر پاڻ نہ مڃيائون. جنهنڪري مٿس ڏرن (ڦٽڪن) جو وسڪارو ڪرايو ويو آخر بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ نون (9) ڏينهن کان پوءِ، ڏکن جو تاب نہ سهي، 31 جولاءِ 855ع تي رحلت ڪيائين.

**امام اسماعيل:** امام جعفر صادق رحہ جو وڏو فرزند ۽ اسماعيلي فرقي جو ڇهون امام، عام تاريخي روايتن موجب، سندس وفات 142هہ/760ع ۾ ٿي ۽ امام جعفر صادق، ڪانئس پنج سال پوءِ 148هہ/765ع ۾ وفات ڪئي. پر اسماعيلين جي تاريخي روايتن مطابق عباسي حڪومت، امام اسماعيل جي دشمن ٿي وئي هئي، تنهنڪري امام جعفر صادق ڪيس مصلحتاً سلميہ (شام) موڪلي ڇڏيو ۽ پاڻ 148هہ/765ع ۾ امامت جي مسند تي ويٺو ۽ ڏهہ سال پوءِ 158هہ/775ع ۾ وفات ڪيائين. پاڻ گهڻو وقت سلميہ ۾ ٿي رهيو ۽ اتي ئي سندس مزار آهي.

**امام اعظم:** ڏسو امام ابوحنيفہ (نعمان بن ثابت) فقہ حنفيءَ جو باني.

**امام الدين مجددي:** خواجہ امام الدين مجدديءَ جو شمار سنڌ جي وڏن عالمن ۽ درويشن ۾ ٿئي ٿو سندس والد خواجہ نظام الدين مجددي تصوف جو ڄاڻو ۽ باعمل بزرگ هو هو پشاور ۾ ڄائو ۽ پوءِ پنهنجن ٻن پٽن سان گڏ سنڌ ۾ آيو ان وقت سنڌ ۾ امير تيمور بن احمد شاهہ ابداليءَ پاران شڪارپور جو حاڪم نواب مولا داد خان افغاني هو جيڪو خواجہ نظام الدين جو معتقد هو. هيءَ خاندان اڄ تائين شڪارپور ۾ رهي ٿو. ٽالپرن پڻ هن گهراڻي کي ڪيترين جاگيرون نذراني طور ڏنيون.

خواجہ نظام الدين جي وفات کان پوءِ، سندس وڏو فرزند امام الدين مجددي سجاده نشين ٿيو هو هڪ صاحب ڪمال بزرگ هو. جنهن وٽ هندو توڙي مسلمان زميندار ۽ عملدار سلامي پرڻ ايندا هئا. سندس ڪلام، گهڻو ڪري فارسي زبان ۾ آهي.

آخري عمر ۾ پاڻ حرمين جي زيارت لاءِ ويو ۽ واپس موٽندي، ڪراچيءَ کان هڪ ٻيڙيءَ رستي سکر اچي رهيو هو تہ لڪيءَ وٽ سيني کي "الوداع" چيائين ۽ 28 رجب 1294هہ/1877ع ۾ رحلت ڪيائين. ڪيس لڪيءَ جي جبلن ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو. جتان پوءِ سندس فرزند لاش ڪڍائي اچي شڪارپور ۾، خواجہ نظام الدين جي پرسان دفنايو.

**امام انقلاب** (ڪتاب): سورهيہ بادشاهہ پيرصبغت الله شاهہ راشديءَ (پيرپاڳاري) جي زندگيءَ جي احوال تي مشتمل هيءَ ڪتاب جامع راشديہ پيرڳوٺ مان جمعيت علماءِ سڪندريہ پاران ڊسمبر 1995ع ۾ ڇپايو ويو آهي. ڪتاب ڊيمي سائيز جي 115 صفحن تي مشتمل آهي ۽ سَوَلي سنڌيءَ ۽ سادي انداز بيان ۾ لکيل آهي.

**امام انقلاب، مولانا عبيدالله سنڌي** (1872–1944ع): امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي، 10 مارچ 1872ع ۾ چيانوالي، ضلعي سيالڪوٽ جي هڪ سک گهراڻي ۾ پيدا ٿيو جڏهن پاڻ جام پور ضلعي ديري غازي ۾ ائين جماعت پڙهندو هو. تڏهن اسلام کان متاثر ٿي سنڌ پهتو، جتي حافظ محمد صديق ڀرچونڊي واري جي بيعت قبول ڪري اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيو.

سنڌ ۾ ابتدائي ديني تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1888ع ۾ ديوبند پهچي شيخ الهند مولانا محمود الحسن کان تعليم حاصل ڪيائين ۽ ان جي هدايت تي دهليءَ ۾ مدرسة المعارف القرآنيہ قائم ڪيائين. پهرين عالمگير جنگ جي آغاز کان پوءِ شيخ الهند جي چوڻ تي 1915ع ۾ خفيہ طور ڪابل

روانو ٿيو. جتي 7 سالن تائين وطن جي آزادي. لاءِ جا بجا رابطا ڪيائين. جنهن جي نتيجي ۾ افغانستان جي امير امان الله خان مرحوم، هند جي برطانوي حڪومت سان جنگ ڪئي. جنهن بعد افغانستان برطانوي اثر کان آزاد ٿيو. 1922ع ۾ پاڻ ماسڪو مان ٿيندو ترڪيءَ جي دوري تي ويو. ڪن مؤرخن جو چوڻ آهي ته هن جي روس جي دوري دوران ڪميونسٽ اڳواڻ لينن سان ملاقات ٿي. مولانا صاحب ترڪي دوران 1924ع ۾ اردوءَ ۾ ۽ 1926ع ۾ انگريزيءَ ۾ پنهنجي شهره ۽ آفاق سياسي پروگرام شايع ڪيو. جنهن هند ۾ انگريزي سياست جو رخ بدلائي ڇڏيو. جو ان ۾ پهريون پيرو گهر ڪئي وئي هئي ته برعظيم کي قومي رياستن جي بنياد تي ورهايو وڃي. مولانا عبيدالله سنڌيءَ وطن، زبان، تاريخ، تهذيب قومي روايتن ۽ سياسي اقتصادي مفادن جي بنيادن تي قوم جو تصور ڏنو. 1927ع ۾ پاڻ مڪي مڪرم پهتو. جتي 12 سال رهي، شاهه ولي الله دهلويءَ جي فلسفي جو گهرو مطالعو ڪري، تعليمات ڏيندو رهيو. حضرت شيخ الهند، محمود الحسن جڏهن مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي افغانستان روانو ڪري پاڻ هجرت ڪري حجاز ۾ وڃي ويٺو هو. تڏهن مولانا عبيدالله سنڌيءَ ڪيس پنهنجي ڪار گذاري ۽ ڪابل جي حالتن کان واقف ڪرڻ لاءِ 6 جولاءِ 1916ع تي هڪ مخفي پر تفصيلي خط ڦڪي رنگ جي ريشمي رومال تي لکي، هڪ ملتاني مهاجر شيخ عبدالحق کي ڏنو ته هو حيدرآباد سنڌ جي نامياري نو مسلم، شيخ عبدالرحيم کي وڃي پهچائي. جنهن ۾ شيخ عبدالرحيم کي حڪم موڪليو ويو ته هو اهو رومالي خط پاڻ کڻي مڪي شريف ۾ مولانا محمود الحسن جي خدمت ۾ پيش ڪري. (ياد رهي ته شيخ عبدالرحيم حيدرآباد جي معزز خاندان جي فرد آچاريہ جيوت ڪرپلاڻيءَ جو وڏو ڀاءُ هو جيڪو آل انڊيا ڪانگريس جو صدر بڻيو ۽ سندس صدارت واري زماني ۾ هندستان آزاد ٿيو). شيخ عبدالحق ملتاني حيدرآباد ويندي رستي ۾ پنهنجي ڳوٺ ملتان رهي پيو ۽ امانت ۾ خيانت ڪندي اهو رومالي خط ربنواز نالي هڪ موقعي پرست شخص کي ڏئي ڇڏيائين. جنهن هڪدم اهو قيمتي تحفو انگريز حڪومت کي پهچائي پنهنجي لاءِ انعام طور زمين ۽ عبدالحق لاءِ پوليس ۾ نوڪري حاصل ڪئي. انگريزن ۾ هڙدول مچي ويو ۽ افغان حڪومت کي حڪم ڪيو ويو ته مولانا ۽ سندس ساٿين کي جيل ۾ وڌو وڃي. افغان حڪومت جي غير همدردانہ ۽ انگريز دوست پاليسيءَ سبب مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي امير حبيب الله جي پوئين زماني ۾ حوالات ۾ رکيو ويو.


امام انقلاب- مولانا عبيدالله سنڌي

سنڌ ۾ سرڪار پاران ريشمي رومال تحريڪ کي ريشمي خط واري سازش (Silken letter conspiracy) قرار ڏئي مولانا عبيدالله لغاري ۽ ٻين ڪيترن کي گرفتار ڪيو ويو. خود حجاز ۾ شيخ الهند کي نظربند ڪيو ويو. ڪابل ۾ مولانا جي رهائش جا پوڻا ٻہ سال ڏاڍا ڏکيا گذريا. سنڌن بعد ۾ ترڪي، روس ۽ سعودي عرب وارو سفر ان پس منظر ۾ گذريو.

12 سالن جي جلاوطنيءَ کان پوءِ مولانا عبيدالله سنڌي واپس ڪراچيءَ، سنڌ پهتو. جتي ان وقت جي وزيراعظم شهيد الهه بخش سومري سندس شاندار استقبال ڪيو. وطن واپسيءَ بعد، شاهه ولي الله جي فلسفي جي تشريح ۽ هدايت ڪندو رهيو ان فلسفي جي تدريس لاءِ 'بيت الحڪمت' قائم ڪيائين. بيت الحڪمت لاهور 1940ع ۾ قائم ٿيو ۽ 15 مارچ 1944ع تي


شهيد الهه بخش سومرو، مولانا عبيدالله سنڌي جي سنڌ واپسيءَ تي آجيان ڪندي

شاهه ولي الله جي فلسفي جي اشاعت لاءِ 'ولي الله سوسائٽي لاهور' جو بنياد وڌائين. انهن ڏينهن ۾ پنهنجي ڌيءَ وٽ دين پور تعلقي خانپور (رحيم يار خان) آيو ۽ اتي بيمار ٿي پيو ۽ 21 آگسٽ 1944ع تي وفات ڪيائين. ڪيس دين پور ۾ دفن ڪيو ويو. ڪن سوانح نگارن جي راءِ آهي ته ان زماني ۾ مولانا کي ڪن انگريز حمايتين ڳجهي نموني زهر ڏنو هو. جنهنڪري پاڻ بيماريءَ وگهي وفات ڪيائين. مولانا جي تصنيفات ۾ "التمهيد في ائمة التجديد"، "شاهه ولي الله ۽ ان جي سياسي تحريڪ"، "شاهه ولي الله ۽ ان جو فلسفہ محموديہ"، "خطبات"، "اردو شرح حجة الله البالغہ" جلد اول، "مبحث اول و دوئم"، "سلسلہ تفسير قرآن" وغيره. ان کان علاوه اڪثر مقالا امالي جي صورت ۾ قلم بند ڪرايائين. جيڪي ولي الله سوسائٽي پاڪستان لاهور وٽ محفوظ آهن.

**امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي** (ڪتاب): سنڌيءَ جي مختلف عالمن، اديبن ۽ شاعرن پاران مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي زندگيءَ تي لکيل مضمونن ۽ مقالن کي نورمحمد عباسيءَ سهيڙي، هيءُ ڪتاب مرتب ڪيو آهي. پڪي جلد سان 192 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي، جيڪو شهباز پبليڪيشن، حيدرآباد سنڌ پاران 1998ع ۾ ڇپيو.

**امام اوزاعي سنڌي**: امام اوزاعي، سنڌي نسل جو بزرگ هو. سندس اصل نالو عبدالرحمان بن عمرو هو. جيڪو 88 هه/706ع ۾ ڄائو. علامہ ذهبي ۽ ابن حجر لکن ٿا ته هن بزرگ جو خاندان سنڌ ۾ نهايت معزز ۽ ديني ڪارنامن ڪري اعليٰ سمجهيو ويندو هو. ان کان پوءِ ان جو خاندان سنڌ جي قيدين ۾ شامل ٿي شام ۽ اندلس پهتو.

امام اوزاعي، فقه جي هڪ شاخ جو باني آهي. شام ۽ اندلس ۾ وڏي عرصي تائين سندس پوئلڳن جو ڪيترو ئي تعداد رهيو.

امام اوزاعي سڄي زندگي علم ۽ دين جي خدمت ڪندي گذاري، ڪيس "شيخ الاسلام" جي لقب سان سڏيو وڃي ٿو. امام اوزاعي ۽ امام اعظم ٻئي همعصر هئا. امام اعظم هن بزرگ جو قدر ڪندو هو ۽ سندس علم جو معترف هو. امام اوزاعي 15 ربيع الاول 156هه/772ع ۾ وفات ڪئي.

**امام بارگاهه**: امام بارگاهه ان جڳهه کي چيو ويندو آهي جتي امامن جون مجلسون ۽ محفلون برپا ڪيون وڃن. اصل ۾ امام بارگاهه کي سنڌيءَ ۾ امام جو پڙ چيو ويندو آهي ۽ اردوءَ ۾ 'امام باڙه' چوندا آهن. اڪثر محرم جي

ڏهاڙن ۾ شهداءِ ڪربلا جي شهيدن جي ياد ۾ مجلسون، ماتمداري ۽ جلوس



انهن ڏڻن (امام بارگاهه) ۾ برپا ڪيا ويندا آهن. سنڌ ۾ عزاداريءَ جو مرڪز ڪلهوڙن جي دور کان وٺي حيدرآباد رهيو آهي. پر ٽالپرن جي دور ۾ حيدرآباد وڏيڪ زور ورتو. هن وقت سڄيءَ سنڌ ۾ لاتعداد امام بارگاهون آهن، پر حيدرآباد اڄ به مرڪز آهي. حيدرآباد ۾ قديم ۾ قديم امام بارگاهه ٽنڊي آغا جي علائقي ۾ "امام بارگاهه علي آباد" جي نالي سان مشهور آهي. هن امام بارگاهه ۾ فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جو سنڌ ۾ پهريون ڪاٺ جو ٺهرايل تعزيو پڻ رکيل آهي. حيدرآباد سميت سڄي ملڪ ۾ هن وقت لاتعداد امام بارگاهون موجود آهن.

**امام بارگاهه**[2]: خيرپور ميرس ۾ هي اڏاوت ميرن جي صاحبيءَ وارن ڏينهن جي آهي. هتي مير سهراب خان، سيد بنده علي شاهه کي شهر ۾ هڪ خوبصورت امام بارگاهه ٺهرائي ڏني هئي. جتي عزادار عزاداري ڪندا هئا. ان جي پرسان ڪجهه تجرون به ماتمين لاءِ ٺهرايون هئائين. اڄڪلهه امام بارگاهه ۾ کهنبي ۽ اوٺي جو ماتم ٿيندو آهي. اهو ايوان علي رضا شاهه جو تلهو ڪري به سڏبو آهي.

**امام بخاري رحه**: سندس پورو نالو محمد بن اسماعيل ابو عبدالله الجوفي هو. هو 194هه/810ع ڌاري بخارا ۾ پيدا ٿيو. اڃا 17 سالن جي عمر جو هو ته ماءُ سان گڏ حج ڪرڻ لاءِ سعودي عرب ويو جتي علم پرائڻ لاءِ رهي پيو. 18 سالن جي ڄمار ۾ ڪتاب "قضاياءِ صحابه وتابعين" لکيائين. ڪيس تاريخ ۽ حديث سان ڏاڍو لڳاءُ هو ان اڄ اڄهائڻ لاءِ مديني پاڪ ويو پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي مقبري وٽ ويهي "تاريخ ڪبير" لکيائين. سندس وڏو ڪم ۽ وڏو مقصد حديثون گڏ ڪرڻ هو ان لاءِ ڪيترن ئي هنڌن جو سفر ڪيائين. اٽڪل اسي هزار اهڙن ماڻهن سان مليو جن وٽ حديثون هيون. ذري گهٽ ڇهه لک حديثون گڏ ڪيائين. جن مان ڪي مستند هيون



ته ڪي غير مستند. انهيءَ ڪم کان واندو ٿيو ته حديث نگاريءَ جو اهم ڪتاب لکڻ ويٺو ان ۾ ڇهه هزار حديثون لکيائين ۽ اهو ڪتاب پوريءَ دنيا ۾ "صحيح بخاريءَ" جي نالي سان مشهور آهي.

امام بخاري "صحيح بخاري" لکڻ ۾ 18 سال لڳايا. هيءَ ڪتاب اسلامي دنيا ۾ تمام گهڻي عزت سان پڙهيو وڃي ٿو. صحيح بخاريءَ کان سواءِ پاڻ ادب ۽ فقه وغيره تي اٽڪل 12 ڪتاب بيا به لکيائين. 256هه/870ع ۾ وفات ڪري ويو.

**امام بخش 'امام' زرداري**: هن نوابشاهه ويجهو حاجي محمد بخش زرداريءَ جي گهر ۾ پهرين آڪٽوبر 1965ع تي جنم ورتو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ 1981ع ۾ "دانشگاهه جعفريه" ۾ داخل ٿيو. بعد ۾ مشارع العلوم لطيف آباد (حيدرآباد) ۽ "دانشگاهه جعفريه مهدي آباد" ٺرپارڪر ۾ غلام مهدي نجفي، ثمر حسين ۽ عباس علي نقجيءَ وٽ تعليم حاصل ڪيائين. 1986ع ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هو ايران جي شهر 'قم' ويو. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان اسلامڪ ڪلچر ۾ "امربالمعروف و نهي عن المنڪر" جي موضوع تي پي. ايچ. ڊي ڪرڻ چاهي، ان حوالي سان، هن ايم. فل جي ٿيسز جمع ڪرائي، پر اوچتي حادثي سبب سندس ارادو مڪمل نه ٿي سگهيو. هن نوابشاهه ۾ "مدينة العلم" نالي سان هڪ مدرسو به قائم ڪيو. 35 سالن جي عمر ۾ فقه جعفريه جو هيءُ عالم 28 جنوري 2000ع تي، ايران ۾ هڪ حادثي ۾ فوت ٿي ويو. ڪيس اتي ئي شهر "قم" ۾، اثين امام، علي رضا رحه جي ڀيڻ بيبي معصومه جي حرم اڳيان دفنايو ويو.

**امام بخش 'خادم'**: امام بخش "خادم" سنڌي غزل جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. جيڪو 1861ع ۾ محمد بچل بدويءَ جي گهر شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ماءُ جي فوت ٿي وڃڻ ڪري سندس پالنا ناناڻن ڪئي. 1869ع ۾ آخوند قمرالدين جي مدرسي ۾ سنڌي پڙهڻ ويٺو. 1873ع ۾ پنج درجا پاس ڪري، سنڌي فائنل ڏنائين. ان کان پوءِ انگريزيءَ جا ٽي درجا پڙهي، ٽريننگ ڪاليج، حيدرآباد ۾ داخلا ورتائين، جتان 1879ع ۾ سرٽيفڪيٽ ورتائين ۽ حيدرآباد جي ئي هڪ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. اتي ئي سندس ملاقات سنڌ جي مشهور شاعرن، سيد فاضل شاهه، فضل محمد "ماتم" ۽ خليفي محمد قاسم هالائيءَ سان ٿي. شاعريءَ جو شوق اڳ ۾ ئي هئس، ويتر سٺي سنگت جي ڪري وڏن شاعرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. 1880ع ۾ شڪارپور بدلي ٿي ويو، جتي اسڪول جو هيڊماسٽر ٿيو. 1886ع ۾ سکر بدلي ٿي ويو. 1896ع ۾ ئي ڪٽنب سوڌو حج ڪيائين. ان کان پوءِ مختلف هنڌن تي پنهنجي پيشي سان نباهه ڪيائين. 1912ع ۾ استعيفيٰ ڏيئي، لکڻ پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. هن 'هير رانجهو' ڊرامو 'حاتم طائيءَ جو قصو'، 'چار درويش'، 'بهرام گور'، 'انشاءِ خادم'، 'الف ليليٰ'، 'فوائدالمبتدي' (فارسيءَ ۾)، 'ٽانگ وارو معجزو' (نظم ۾)، 'مثنوي نگار'، 'دودو چنيسر' ۽ 'ڪليات خادم' ڪتاب لکيا. سندس ڪلام 'بهار اخلاق'، 'تحفه احباب' 'آفتاب'، ۽ 'سنڌ سڌار' جهڙن رسالن ۾ شايع ٿيو. مشهور شاعر ۽ اديب، لطف الله بدوي سندس فرزند هو. حاجي امام بخش 'خادم'، جنوري 1336هه/1918ع ۾ وفات ڪئي.

**امام بخش خان "مير"**: امام بخش خان مير، خيرپور جي ٽالپر گهراڻي جو پنجون حڪمران هو ۽ حڪمران مير فيض محمد (پهريون) جو ٽيون نمبر پٽ هو. هو 1860ع ۾ ڄائو. مير امام بخش جا ٻه ڀائر مير غلام علي ۽ مير احمد علي وفات ڪري ويا هئا. ان ڪري پيءُ جي لاڏائي کان پوءِ ڪيس 1909ع ۾ پڳ ٻڌرائي وئي ۽ بعد ۾ سندس تاجپوشي ڪرائي حڪومت سندس حوالي ڪئي وئي. سندس حڪومتي معاملن ۾ ڪو خاص ڌيان نه هو. انڪري سمورو وهنوار سندس وزيرن هلايو. پهريائين سندس وزير تسنيم صادق علي هو. جيڪو روشن خيال ماڻهو هو. جنهن خيرپور ۾ تعليم جو لاڙو وڌايو. سندس وزارت مير امام بخش جي دؤر ۾ ٽي سال هلي. هو 1912ع ۾ وفات ڪري ويو ته امام بخش خان، اها وزارت محمد ابراهيم جي حوالي ڪئي. مير امام بخش جي دؤر حڪومت ۾ سندس صلاح سان خيرپور ۾ لائبرري، جيمخانو، نوان

رستا، عمارتون، هنري اسڪول، فئڪٽريون ۽ ٻيا ڪيترائي يادگار ڪم ٿيا. ٻهرين مهاڀاري لڙائي لڳي تہ انگريزن وزير محمد ابراهيم معرفت ميرن کان تمام گھڻي امداد حاصل ڪئي، جنهنڪري انگريزن مير امام بخش کي "لفٽيننٽ ڪرنل" جو اعزاز ڏنو.

مير امام بخش شڪار جو شوقين هو ۽ علمي ادارن جي بہ وڏي مدد ڪندو هو. سندس دؤر ۾ عوام ايڏو خوش نہ هو. هن چيڙ واري رقم ٻن آنن مان وڌائي ٻيٺي ڪري چار آنا ڪئي ۽ ائين اڳي مزدورن کي مزدوريءَ جا ٻہ آنا ملندا هئا تہ هن وڌائي چار آنا ڪيا. انڪري مزدور خوش ٿيا. ساڻس وزير محمد ابراهيم ۽ ٻنهي پٽن مير علي نواز ۽ مير غلام عليءَ جي آخري ڏينهن ۾ اڻبڻت رهي. مير طبيعت ۾ تيز هو. ان ڪري انگريزن محمد ابراهيم کي واپس ڪيو ۽ ان جي جاءِ تي نسيم قادرخان وزير ٿيو. آخري ڏينهن ۾ پٽن سان ناراضگيءَ ۾ رهيو ۽ 8 فيبروري 1921ع تي وفات ڪيائين. سندس لاش ڪربلا معليٰ ۾ دفنايو ويو. کيس ٽي پٽ علي نواز خان، علي محمد خان ۽ غلام علي خان هئا.

**امام بخش سومرو، حافظ**: حافظ امام بخش سومرو 11 آگسٽ 1897ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي کيس ڪتاب پڙهڻ جو شوق هوس. آخوند عبدالرحمان ٽنيو سندس پهريون استاد هو ۽ قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ جي سلسلي ۾ حافظ امام الدين، حافظ محمد قاسم سومري ۽ حافظ محمد يونس کان رهنمائي حاصل ڪيائين. کيس نوجواني کان وٺي ذڪر الاهي جو شوق هو. ان کان سواءِ تهجد گذار پڻ هو. ميان غلام صديق ميمڻ جي قائم ڪيل مدرسي "مدرسہ نور محمديہ" مان عربي ۽ فارسي پڙهي عالم فاضل ٿيو. حافظ صاحب سومرو ڏينهن عبادت الاهي ۾ مشغول رهندو هو پر ترت ئي استادن جي حڪم تي مختلف مدرسن ۾ درس و تدريس ڏيڻ ۾ مصروف ٿي ويو. حافظ امام بخش قادري جي طريقي ۾ سيد محمد صالح شاهہ راشيپوري، مفتي غلام عمر جتوئي ۽ خواجہ محمد عمر جان جي صحبت حاصل ڪيائين. کيس فقہ جي علم ۾ خاص مهارت حاصل هئي. سنڌي زبان ۾ سخن جو سلسلو بہ ڪجھ برقرار رکيائين. جنهن ڪري ڪجھ بيت ۽ مولود پڻ چيا اٿس.

حافظ امام بخش فقيراڻي طبيعت جو مالڪ هو. سندس استاد هن کان تمام گھڻو خوش هئا. کيس ڇھ دفعا حج بيت الله جي زيارت جو شرف نصيب ٿيو. پاڻ حضرت قلندر لعل شهباز سان عقيدت جو اظهار ڪندا هئا. سندس شاگردن مان ڪيترائي چڱا عالم بڻجي ويا. هن 999 شاگردن کي حافظ قرآن بڻايو. هن عظيم بزرگ 9 سيپٽمبر 1968ع ڌاري وفات ڪئي.

**امام بخش شاهہ "فدوي"**: امام بخش شاهہ "فدوي" ٺٽي جي رضوي ساداتن مان هو. 1822ع ۾ سندس ولادت ۽ 1888ع ۾ سندس وفات ٿي. وڏو عالم ۽ بزرگ هو. مهدوي عقيدي جو هو. ٺٽي ۾ پنهنجو مدرسو قائم ڪيو هئائين. جتي پاڻ درس ڏيندو هو. مير مرتضائي ٺٽويءَ جو پائيتيو ۽ شاگرد هو. شاعر بہ هو. مرثيا، منقبت ۽ غزل چيا اٿس. هڪ مثنوي "يوسف زليخا" بہ لکي اٿس. سندس واسطو مڪليءَ جي مشهور اولياء سيد محمد يوسف جي خاندان سان هو. سندس پيءُ جو نالو روشن شاهہ هو. امام بخش شاهہ فدوي جوانيءَ جي ڏهاڙن ۾ تپيدار هو. هو جهرڪ ۽ گهوڙاٻاري، وغيره ۾ نوڪريءَ سانگي رهيو. 1876ع ۾ نوڪري ڇڏيائين. هن جا سنڌ جي مشهور شخصيت غلام محمد شاهہ "گدا" سان گهرا لاڳاپا هئا ۽ هو سدائين حيدرآباد ۾ ساڻس ملندو هو.

ڊاڪٽر اياز قادري پنهنجي ڪتاب "سنڌي غزل جي اوسر" جي ٻئي ڀاڱي ۾ لکي ٿو تہ "فدوي پنهنجي دؤر جو نہ صرف شاعر هو، پر ٺٽي جو پهريون شاعر آهي، جنهن ڄاڻي واڻي سنڌي شاعريءَ ڏانهن وک وڌائي." امام بخش شاهہ فدويءَ جو سنڌيءَ ۾ ديوان پڻ موجود آهي.

**امام بخش شَرَ**: امام بخش شَر شهر "ٻوبي" تعلقي سنجهوري جي ايرندي طرف هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخ وغيره معلوم ٿي نہ سگھي آهي. ڏاڍو رحمدل ۽ خوش مزاج شخص هو. هي پنهنجي وقت جو وڏو سگهڙ ٿي گذريو آهي. ڪيترائي ڪلام چيا اٿس. جنهن ۾ ڏور، ڳجهارتون ۽ خاص ڪري هنر جا بيت تمام مشهور آهن.

**امام بخش "صابر"**: مرحوم خانبهادر حاجي امام بخش خان عرف شاهنواز خان جتوئي، 15 رجب 1299هہ/25 جولاءِ 1881ع تي تعلقي موري جي ڳوٺ "مَلڪ" ۾ ڄائو. خانبهادر غلام رسول خان سندس والد هو. 1891ع ۾ پنهنجي ڳوٺ جتوئيءَ جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو. ساڳئي سال اسڪول ڇڏي، پنهنجي خانگي مقرر ڪيل استاد قاضي عبدالرئوف وٽ قرآن پاڪ، فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم ورتائين. 1897ع ۾ ٻيهر ساڳئي اسڪول ۾، ٽئين درجي ۾ داخل ٿيو. خانبهادر امام بخش خان 'صابر' جتوئيءَ رئيس علودي خان جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي. طب جي علم سان دلچسپي هئس.



صوفي طبع ۽ راڳ جو شوقين هو. فقيرن سان ڳائڻ وڄائڻ ۾ شامل ٿي ويندو هو.

ميرن جي صاحبيءَ ۾، پورالي درياهہ جي پاڻي سبب اباڻي ڳوٺ کي الوداع ڪري، ڪوهہ ٻن جي مفاصلي تي عارضي طور ڳوٺ ٻڌي ويٺو. جنهن بعد ٽن هنڌن تي لڏپلاڻ کان پوءِ، ضلعي دادوءَ کي ڇڏي، نوشهري فيروز جي ديهہ، "فريد ديري جاگير" ۾ "جتوئي" نالي ڳوٺ ٻڌي ويٺو 1930ع ڌاري درياهہ جي پاڻي سبب "جتوئي ڳوٺ" بہ تباهہ ٿي ويو جنهن کان پوءِ ان ڳوٺ جي ڏکڻ-اولہ طرف ڳوٺ ٻڌي ويٺو. جنهن جو نالو "نوان جتوئي" رکيائين. انگريز سرڪار پاران، 1912ع ۾ کيس "خانصاحب" ۽ 1926ع ۾ "خانبهادر" جو خطاب مليو. 1916ع کان 1938ع تائين تعلقي موري جو فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ رهيو. ان وچ ۾ 1920ع کان 1932ع تائين بمبئي ڪائونسل ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ ٿي رهيو. 1933ع کان 1936ع تائين ضلعي نوابشاهہ ۾ ضلعي لوڪل بورڊ نوابشاهہ جو صدر چونڊيو. پنهنجي ان دؤر ۾ خانصاحب تعليمي حوالي سان وڏا ڪم ڪيا.

خانبهادر حاجي امام بخش، بهترين شاعر پڻ هو ۽ شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص "صابر" رکيائين. فارسي زبان تي عبور هئڻ ڪري، سندس شاعريءَ ۾ فارسيءَ جو اثر نمايان آهي. کيس ڪافيءَ تي عبور حاصل هو. سنڌيءَ کان سواءِ سرائڪيءَ ۾ پڻ ڪلام چيائين. سندس ڪلام جو مجموعو ""سُخن صابر" 1987ع ۾ ڇپيو. جيڪو مومن پبليڪيشن طرفان، سندس ٻئي نمبر پوٽي غلام مجتبيٰ خان جتوئيءَ جي سهڪار سان ڇپيو. ان جو ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس ڪلام کي ڪيترن ئي مقامي فنڪارن پڻ ڳايو آهي. 14 رمضان المبارڪ 1357هہ/7 نومبر 1938ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار نوان جتوئيءَ پرسان ديهہ دلو شاهہ جي مُقام "صابر شاهہ" ۾ آهي.

امام بخش "صابر" تي محمد احسن چنا، ايم. اي سنڌيءَ جو مونوگراف پروفيسر علي نواز جتوئيءَ جي نگرانيءَ ۾ 62-1960ع دوران پڻ لکيو هو. 'صابر' جا ڪلام مشهور فنڪارن استاد انور الدين جتوئيءَ ۽ عثمان فقيرءَ ٻين ڳايا آهن.

**امام بخش کهرياڻي:** امام بخش کهرياڻي دادوءَ جو مشهور ۽ معروف وڪيل سال 1948ع ڌاري ڳوٺ شاهہ حسن ۾ ڄائو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ دادو اچي سيشن ڪورٽ ۾ ڪلارڪ ڀرتي ٿيو. نوڪريءَ دوران ايل ايل بي جو امتحان پاس ڪيائين ۽ پوءِ وڪالت ڪرڻ لڳو. هي پيپلز پارٽيءَ جي باني ميمبرن مان هو. هو پيپلز پارٽي دادو سٽيءَ جو پهريون جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. مشهور وڪيل ۽ سماجي ڪارڪن آسن داس جو وڪالت ۾ اسسٽنٽ هو. جڏهن آسن داس هندوستان ويو تہ ڪچهري روڊ واري آفيس سندس حوالي ڪري ويو. امام بخش يارن جو يار، هڏ ڏوکي ۽ قومي جذبا رکندڙ تاريخ ۽ ادب سان پيار ڪندڙ شخص هو. تاج صحرائي ۽ استاد بخاري سميت ٻيا بہ دادوءَ جا اديب شاعر ۽ ادب دوست شام جو روز سندس آفيس تي ڪچهري لاءِ ڪٺا ٿيندا هئا. هن ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. جنهنڪري ڪيترا ڀيرا جيل بہ ويو. محترمہ بينظير جي ٻئين دور ۾ ڪيس پبلڪ اڪائونٽس ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. استاد بخاري اڪيڊميءَ جو ميمبر هو. عمر جو آخري حصو بيماريءَ ۾ رهندي سال 2000ع ۾ وفات ڪيائين.

**امام ترمذي (محدث):** 206هہ/821ع ۾ ايران جي 'بوغ' نالي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. محدث امام ترمذيءَ جو نالو فقہ جي وڏن عالمن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن جو اصل نالو محمد بن عيسيٰ بن سوره بن موسيٰ بن ضحاڪ هو ۽ سندس ڪنيت ابوعيسيٰ هئي. ترمذ ۾ رهائش سبب ترمذي مشهور ٿيو.

امام ترمذي، امام بخاريءَ جو شاگرد هو. بعد ۾ امام مسلم، امام ابودائود ۽ ٻين ڪيترن ئي عالمن ۽ استادن کان علمي استفادو حاصل ڪيائين. حديث جي طلب ۾ ڪيترن ئي علمي مرڪزن جو سفر ڪيائين ۽ حديثن جو هڪ مجموعو مرتب ڪيائين. جيڪو "جامع ترمذيءَ" جي نالي سان مشهور آهي ۽ حديث جي ڇهن مستند ڪتابن: "صحاح ستہ" ۾ شامل آهي. جامع ترمذيءَ کان علاوه هن "شمائل ترمذي" بہ لکيو. "جامع ترمذيءَ" جون 17 شرحون آهن ۽ "شمائل ترمذي" جون 14 يا 15 شرحون آهن.

امام ترمذيءَ جي باري ۾ اها بہ روايت آهي تہ پاڻ پيدائشي نابين هو. ٻيءَ روايت موجب، خدا جي خوف جي ڪري مسلسل روئڻ سبب نابين ٿي ويو هو. 17 رجب 279هہ/13 آڪٽوبر 892ع تي وفات ڪيائين.

**امام حسن عليہ السلام:** حضرت امام حسن المجتبيٰ عليہ السلام، حضرت علي عليہ السلام ۽ بيبي فاطمة الزهرا جو فرزند ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن جو ڏهٽو 15 رمضان 3 هہ (625ع) تي مديني ۾ پيدا



جنت البقيع ۾ حضرت امام حسن عليہ السلام جي تربت

ٿيو. سندس ولادت تي حضور صلي الله عليہ وسلم، حضرت علي عليہ السلام ۽ بيبي فاطمة الزهرا جي گهر آيو ۽ مولود جو نالو "حسن" رکيائون. پاڻ سڳورن کي امام حسن سان غير معمولي محبت هئي ۽ پاڻ هر روز پنهنجي ڏهٽي کي ڏسڻ لاءِ ويندا هئا. حضور صلي الله عليہ وسلم جن امام حسن عليہ السلام جي وڏن نازن سان پرورش ڪئي. ان سالن جا ٿيا تہ حضور صلعم جن جو وصال ٿي ويو پاڻ عرب جي وڏن بهادرن ۾ ڳڻيا ويندا هئا ۽ پنهنجي والد حضرت علي سان گڏ جنگ جمل، جنگ صفين ۽ جنگ نهروان ۾ شامل رهيا.

حضرت علي عليہ السلام جي 21 رمضان 40 هہ (661ع) تي شهادت کان پوءِ امام حسن مديني اچي رهيا ۽ پنهنجي باقي زندگي عبادت ۾ گذاريائون. آخرڪار وڏي سازش تحت ڪين 28 صفر 50هہ (670ع) تي زهر ڏياري شهيد ڪيو ويو ۽ سندن جنازي تي تيرڀڙ هلرايا ويا. سندن تدفين جنت البقيع ۾ ٿي.

امام حسن عليہ السلام صورت و سيرت ۾ آنحضور صلي الله عليہ وسلم جي مشابهہ هئا. پاڻ هميشہ عبادت الاهيءَ ۾ مصروف هوندا هئا. پاڻ عظيم الشان سلطنت کي محض انساني جانين کي خون خرابي کان بچائڻ خاطر ڇڏي ڏنو هئائون. پاڻ وڏا فياض هئا ۽ ٻين جي فياضي ڏسي تمام گهڻو خوش ٿيندا هئا. حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم هڪ موقعي تي ارشاد فرمايو تہ "حسن کي منهنجو علم ۽ منهنجي صورت ملي آهي". اهل تشيعہ حضرات جو ٻيو امام، حضرت علي عليہ السلام ۽ ٻيو امام حضرت حسن عليہ السلام آهي.

**امام حسين عليہ السلام:** حضرت امام حسين عليہ السلام، حضرت علي ۽ بيبي فاطمہ جو فرزند ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جو ڏهٽو 3 شعبان 4 هہ مطابق 8 جنوري 626ع تي پيدا ٿيو. امامت جي سلسلي ۾ ٽيون نمبر امام



آهن. امام حسين جي ڪنيت ابو عبدالله، سيد شباب اهل الجنة ۽ لقب سيد الشهداء آهي. امام حسين جي ولادت کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم خوشيءَ مان حضرت علي عليہ اسلام ۽ بيبي فاطمہ جي گهر آيا ۽ مولود جي ڪنن ۾ اذان ۽ اقامت ڏئي، سندس نالو "حسين" رکيائون. امام حسين عليہ السلام، حضور جن جي سايہ شفقت ۾ پليا. ننڍپڻ واري دور ۾ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن جو امام حسين سان گهڻو پيار ۽ محبت هئي ۽ اهڙا گهڻائي واقعا ملن ٿا، جن مان ثابت ٿئي ٿو پاڻ سڳورا امام حسين سان غير معمولي محبت ۽ شفقت ڪندا هئا. امام جن اڃا مس ستن سالن جا هئا تہ حضور صلعم جن جي سايہ شفقت کان محروم ٿي ويا.

حضرت علي عليہ السلام جي دور خلافت ۾ پاڻ بلڪل جوان ٿي چڪا هئا ۽ پنهنجي والد سان گڏ جنگ جمل، جنگ صفين ۽ جنگ نهروان ۾ شامل رهيا. تاريخ گواهہ آهي تہ ڪمسنيءَ جي دور ۾ پهرين 11هہ ۾ پنهنجي ناني حضور صلي الله عليہ وسلم ۽ ماءُ بيبي فاطمہ جي جدائيءَ جو داغ برداشت ڪيائون ۽ 40هہ ۾ پنهنجي والد حضرت علي عليہ السلام ۽ 50هہ ۾ پنهنجي ڀاءُ امام حسن عليہ السلام جي جدائيءَ جو صدمو برداشت ڪيائون.

پاڻ قرآن جو مطلب ۽ حديثون اڪثر فرمائيندا هئا. عبادت، رياضت، ڪثرت سان نفل پڙهڻ ۽ دين محمديءَ جو پيغام پهچائڻ سندن دستور هو. اڪثر روزي ۾

رهندا هئا. ڪافي حج ۽ عمره ڪيائون. ميدان ڪربلا ۾ سندن شهادت واري واقعي تي وڏن وڏن عالمن ۽ مورخين بيشمار ڪتاب لکيا آهن.

امام حسين عليہ السلام ، اسلام جو ارتقائي زمانو پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. اسلامي تاريخ جا سڀئي واقعا سندن اکين آڏو هئا. 56هه (675ع) ۾ جڏهن حالات تمام گهڻا بگڙي ويا ۽ يزيد کي ولي عهد نامزد ڪيو ويو، تڏهن پاڻ يزيد جي وڏي مخالفت ڪيائون. ان مخالفت تي حڪومت شام کان جواب طلبي ٿي، جنهن جي جواب ۾ امام حسين عليہ السلام حڪومت تي سخت تنقيد ڪئي ۽ پنهنجي خيالات کي بيان ڪندي يزيد جي ولي عهد واري حيثيت کي ناجائز قرار ڏيڻ جو اعلان ڪيائون ۽ بيعت طلب ڪرڻ تي امام حسين عليہ السلام بلڪل انڪار ڪري ڇڏيو معاملا سنگين ٿيندا ويا، تان جو ڪربلا جو واقعو پيش آيو. يزيد جي حڪم تي امام حسين عليہ السلام



کي 10 محرم 60هه مطابق 10 آڪٽوبر 680ع تي پنهنجي مائٽن ۽ انصارن سميت ڪربلا ۾ شهيد ڪيو ويو سندس تربت ڪربلا معلىٰ ۾ آهي. (وڌيڪ ڏسو: 'ڪربلا جو واقعو')

**امام حنيف رحہ** (ڪتاب): امام حنيف جي سوانح بابت هيءُ ڪتاب گل محمد "آزاد" صوفيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 216 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1965ع ۾ ڇاپيو. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، مدينہ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1966ع ۾ شايع ڪيو.

**امام راشدي**: هن جو اصل نالو امام المتقين راشدي آهي ۽ بدرالدجيٰ راشديءَ جو فرزند آهي ۽ سنڌ جو ناميارو محقق ۽ اديب آهي. هي 3- ڊسمبر 1960ع تي پير جي ڳوٺ نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو امام راشدي ايم. اي سنڌي ادب ۾ (1978ع ۾) ڪئي آهي. هو هن وقت تعليم کاتي سان وابستہ آهي ۽ استاد آهي. امام راشديءَ جا ڪيترائي تحقيقي، تاريخي ۽ ادبي مقالا ۽ مضمون مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن. هن کي ٻاراڻي ادب سان پڻ گهڻي دلچسپي رهي آهي. هن جا ڪيترائي مضمون ۽ ڪهاڻيون ٻاراڻي ادب تي لکيل آهن. هو هن وقت پير جو ڳوٺ ۾ رهندڙ آهي.

**امام زين العابدين عليہ السلام**: حضرت امام علي زين العابدين عليہ السلام، حضرت امام حسين عليہ اسلام جو فرزندِ ارجمند ۽ چوٿون امام 38 هه / 658ع ۾ پيدا ٿيو. واقعي ڪربلا (60 هه / 680ع) ۾ حضرت امام حسين عليہ اسلام پنهنجي عزيز و اقارب ۽ اصحابن سان گڏ شهيد ٿي ويو ۽ اهلبيت عصمت و طهارت سان گڏ صرف امام علي بن الحسين عليہ السلام بچيو هن واقعي کانپوءِ سڄي عمر مديني ۾ رهائش اختيار ڪيائين. پاڻ وڏو عالم، زاهد، عابد، شجاع ۽ متقي پرهيزگار هو پاڻ خدا جي عبادت ۾



جنت البقيہ ۾ امام زين العابدين جي تربت

ايڏو تہ مشغول هوندا هئا جو کين "سيد الساجدين" (يعني سجدي ڪندڙن جو سردار) ۽ "زين العابدين" (يعني عبادت ڪندڙن جي زينت) جا القاب ڏنا ويا. امام زين العابدين عليہ السلام جون لاتعداد تصنيفون آهن، جن ۾ سڀ کان مشهور "صحيفۂ ڪامل" لاجواب دعائن ۽ تعقيبات جو شاهڪار ڪتاب آهي. جنهن کي "صحيفۂ سجاديہ" بہ چيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ استخاري لاءِ اڪثر عالم امام صاحب جو "استخاره سجاديہ" جهڙو لاجواب ڪتاب استعمال ڪندا آهن. امام زين العابدين عليہ السلام کي ڪربلا جي واقعي کانپوءِ وري وقت جي ظالم حاڪم حجاج بن يوسف گرفتار ڪرايو. امام عليہ السلام جن 95 هه / 714ع ۾ رحلت ڪئي.

**امام ضامن**: امام موسيٰ رضا جو لقب. امام ضامن جو رپيو، ويساهہ وارا، امام ضامن جي نالي تي باسي تعويذ طور ٻانهن ۾ ٻڌندا آهن. اهو سِڪو يا رپيو مسافر جي سلامتيءَ سان سفر پوري ڪرڻ جي سوڻ طور ٻانهن ۾ ٻڌجي ٿو جيئن انهيءَ جو امام موسيٰ رضا، ضامن هجي. جڏهن مسافر سفر تان واپس آيو، تڏهن اهو سڪو يا رپيو ڪنهن مستحق کي خيرات ۾ ڏيئي ڇڏبو آهي يا ڪنهن خيرجي ڪم تي لڳائبو آهي. اها رسم فقط شيعن ۾ آهي.

**امام علي شاهہ**: سيد امام علي شاهہ ولد ڏنل شاهہ، ڳوٺ لاڙڪ تعلقي ڪنڊياري جو ويٺل هو سال 39- 1938ع ڌاري گذاري ويو. راڻيپور جي پير صالح شاهہ صاحب جو مريد هو. شاعريءَ ۾ محمد فقير کتياڻ ۽ فقير خيرمحمد هيسباڻيءَ کان متاثر نظر اچي ٿو سندس ڪلام جو مضمون اڪثر سادو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپايل ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس کي ڪافيون شامل آهن.

**امام علي بيگ ميرزا "علي"**: ميرزا امام علي بيگ "علي" ولد ميرزا قاسم علي بيگ 1881ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو پاڻ قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد ميرزا قاسم علي بيگ کان حاصل ڪري، آخوند علي محمد جي مدرسي مان درسي تعليم حاصل ڪيائين. مولانا ابوالحسن لکنويءَ کان ديني تعليم جو بہ درس وٺندو هو. شاعريءَ سان گڏ خوشنويسي، مصوري ۽ زردوزي قدرت کيس ورثي ۾ عطا ڪئي هئي. هزهائينيس مير حاجي نور محمد سان گڏ بہ پيرا عراق ۽

ايران جون زيارتيون ڪيائين. پير سيد علي اصغر شاهہ راشدي جڏهن بہ حيدرآباد



ايندو هو تہ وٽس رهندو هو ۽ سندس فن ۾ ڪماليت ڏسي ڪيس "نقاش ازل اول" جي لقب سان سڏيندو هو ڊاڪٽر علي احمد قاضي، ميرزا صاحب جي مصوريءَ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. سندس ڪلام مرثين، سلامن، غزلن، قصيدن، مناجات ۽ نعت تي مشتمل آهي. فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جي ٺهرايل تعزيہ جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪرائڻ لاءِ ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم ڪري تعزيہ تي زري هڻندي هئائين. پاڻ 4 سيپٽمبر 1955ع تي وفات ڪري ويو.

**امام علي "نازش"، ڪامريڊ:** پاڪستان ۾ ڪميونسٽ تحريڪ جو آدرشي اڳواڻ ۽ پاڪستان ڪسان- مزدور پارٽيءَ جو چيئرمئن، ڪامريڊ امام علي 'نازش' 4 آگسٽ 1922ع تي، ڀارت جي شهر دهليءَ پرسان "امروهي" ۾ پيدا ٿيو. پاڻ ڪميونسٽ تحريڪ جي بانيڪارن مان هو ننڍي هوندي، سندس والد ڪيس 'مجتهد' بڻائڻ ٿي چاهيو انڪري ڪيس 'ناظميا' موڪليو ويو تہ جيئن فقہ ۽ حديث جو علم حاصل ڪري سگهي. اُتي ٿي هن فاضل ۽ اديب جا امتحان پاس ڪيا. بعد ۾ لکنئو يونيورسٽيءَ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو، جتي هو "مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن" سان لاڳاپيل رهيو ۽ ٿوري عرصي بعد سندس خيال مارڪسي فلسفي ڏانهن آيا، جيڪي ڪيس ترقي پسند، ڪميونسٽ تحريڪ ڏانهن وٺي ويا.

ورهاڱي کان پوءِ پارٽي پاليسين تحت ڪيس پاڪستان اچڻو پيو. ايوبي مارشل لا دوران، جڏهن ڪميونسٽ اڳواڻ حسن ناصر کي شهيد ڪيو ويو تہ ڪيس ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل بڻايو ويو.

1951ع ڌاري "پنڊي سازش ڪيس" ٺهيو ۽ 1954ع ڌاري ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش لڳي. اُن بعد ڪامريڊ نازش ڪيترائي ڀيرا جيل ويو، اٽڪل ڏهہ سال جيل اندر ڪاٽيائين. پاڻ جيل ۾ سائين جي. ايم. سيد سان گڏ رهيو ۽ ڪانئس ٿي سنڌي سکيائين. ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش لڳڻ کان پوءِ، هيءُ روپوش ٿي ويو تقريباً 25 سال روپوشيءَ جي زندگي گذاريائين. 1982ع ڌاري هن سوويت يونين، ڪيوبا ۽ ٻين ملڪن جا دورا ڪيا. 1998ع ۾ ڪامريڊ نازش، ٻيهريون دفعو روپوشي ختم ڪري عوام اڳيان ظاهر ٿيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ شهيد نذير عباسيءَ جي ورسيءَ تي خطاب ڪيائين. 1990ع کان وٺي آخري دم تائين ڪميونسٽ پارٽي جو چيئرمئن بہ رهيو 7 مارچ 1999ع تي اوجها سينيٽوريم ڪراچيءَ ۾ ڊگهي علالت بعد لاڏاڻو ڪيائين.

**امام غزالي رحہ:** سندس نالو "محمد" ۽ "حجت الاسلام" لقب هو پاڻ خراسان جي پرڳڻي جي 'طوس' شهر جي هڪ ڳوٺ طبران ۾ 450هہ/1058ع ۾ ڄائو. سندس پيءُ سٽ ڪتڻ ۽ وڪڻڻ جو ڪم ڪندو هو جنهنڪري پاڻ 'غزاليءَ' جي نالي سان مشهور ٿيو.

امام غزاليءَ جي پيءُ جو نالو بہ "محمد" هو تنهن پنهنجي وفات کان ٿورو اڳ ڪيس ۽ سندس ڀاءُ ننڍي "احمد" کي تعليم ڏيارڻ خاطر پنهنجي هڪ دوست جي حوالي ڪيو جنهن ڪيس هڪ مدرسي ۾ داخل ڪرايو جتي فقہ جي ابتدائي تعليم بعد 'جرجان' ۾ وڃي ابونصر اسماعيليءَ وٽ علم جي تحصيل ڪيائين. امام غزاليءَ جو علمي مايو انهيءَ حد کي پهتو جو معمولي عالم سندس اُڄ اجهائي نہ سگهيا. انهن ڏينهن ۾ نيشاپور ۽ بغداد جا مدرسا سڀ کان گهڻو مشهور هوندا هئا، جو اتي امام الحرمين عبدالملڪ ۽ علامہ ابواسحاق شيرازي تعليم ڏيندا هئا، تنهنڪري پاڻ نيشاپور وڃي امام الحرمين جي نگرانيءَ هيٺ تعليم مڪمل ڪيائين.

امام الحرمين جي وفات کان پوءِ سندس علمي مقام ڏسي، سلجوقي وزير نظام الملڪ ڪيس بغداد ۾ پنهنجي قائم ڪيل مدرسہ نظاميہ ۾ صدر مقرر ڪيو هن عهدي تي فائز ٿيڻ ڪري سندس علم ۽ ڏاهپ جو چرچو عام ٿيو ۽ سڀ وزير امير سندس آڏو جهڪي ويا.

ان وقت بغداد سيني مذهبن ۽ مذهبي فرقن جو گڙهہ هو جتي سُني، شيعا، معتزل، زنديق، مجوسي ۽ عيسائي آزاديءَ سان پنهنجن فرقن جو پرچار ڪندا هئا. امام غزالي، هر فرقي ۽ مذهب جي غور سان مطالعي ڪرڻ بعد، انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ تصوف جي راهہ سڀ کان ڀلي آهي، چوتہ ان ۾ علم کان وڌيڪ عمل جي ضرورت آهي، جيڪو زهد ۽ رياضت جو ٻيو نالو آهي. جڏهن پنهنجي درس تدريس ۽ ٻئي ڪاروبار تي غور ڪيائين تہ انهن سيني ۾ ڪيس جاهہ پرستي نظر آئي، تنهنڪري گهڻي ڪشمڪش کان پوءِ انهن سيني سان لاڳاپا



ٽوڙي، بغداد کي خيرباد چئي، شام ڏانهن روانو ٿيو مگر اتي بہ علم جي پياس ڪيس نہ ڇڏيو ۽ درس ڏيڻ تي مجبور ڪيو هتي بہ سندس تعريف ٿيڻ لڳي، جنهن کي پڻ غرور ۽ تڪبر جي جڙ سمجهي، بيت المقدس طرف رُخ ڪيائين. ان کان پوءِ مڪي شريف ويو جتي حج ڪرڻ کان پوءِ دمشق جي جامع مسجد جي مناري اندر اڪيلو ويهي مجاهدي ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو.

سندس خلوت وارو عرصو ڏهن سالن جو رهيو. ڏهن سالن جي رياضت ۾ اونداهيءَ جا مڙئي پردا هٽائي ڇڏيائين ۽ شين جون اصلي حقيقتون سندس اڳيان کلي ظاهر ٿي پيون. ڏٺائين تہ دنيا مذهب کان منحرف ٿي رهي آهي ۽ عقل ۽ فلسفي خلاف ڪات ڪهاڙا کڻي مذهب جي پٺيان ڪاهي پيا آهن. تنهنڪري وقت جي تقاضا اها آهي تہ گوشہ نشيني ڇڏي، تبليغ جو ڪم جاري ڪيو وڃي. هوڏانهن وري درس تدريس جي ڪم کي جاري رکڻ لاءِ سلطان طرفان ڪيس تاڪيدي حڪم پهتو. آخر نيشاپور ۾ اچي اهو ڪم ٻيهر شروع ڪيائين، مگر اتان بہ ٿوري عرصي گذرڻ بعد پنهنجي ڳوٺ طوس موٽي آيو، جتي جمادي الآخر 505هہ/ 1111ع ۾ وفات ڪيائين. سندس هيٺيون تصنيفون مشهور آهن:

'المنقذ من الضلال'، ۾ پنهنجي ذهني حالت ۽ حقيقت پٺيان جدوجهد جي شرح بيان ڪئي اٿس. فلسفي ۾ سندس ٻيو ڪتاب 'تهافت الفلاسفہ' آهي، جنهن ۾ يوناني ۽ اسلامي فيلسوفن کي رد ڏنو اٿس. منطق ۾ 'معيارالنظر' ۽ اخلاق ۾ 'ميزان العمل' ڪتاب اٿس. ليڪن سندس ناميارو ۽ وڏو ڪتاب 'احياءِ علوم الدين' آهي، جنهن ۾ مسلمانن جي ڇوٽڪاري جا رستا ٻڌايا اٿس ۽ عقيدن جي حقيقت کولي سمجهائڻ سان گڏ معاملات ۽ عبادات کي مفصل طور بيان ڪيو اٿس. تصوف ۽ اخلاق ۾ سندس تصنيف 'ڪيميائي سعادت' گهڻي مشهور آهي. جنهن جو سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو پروفيسر غلام حسين خاصخيليءَ ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي. انهن ڪتاب کان سواءِ سندس ٻيا بہ اسي کن ڪتاب آهن. جيڪي پنهنجي نوع ۾ بينظير آهن.

**امام غزاليءَ جا خط** (ڪتاب): ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب حافظ محمد قاسم علويءَ، هالن واري، ترجمو ڪري ڇپايو. ڪچي جلد سان، 33 صفحن جي هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو، 1953ع ۾ شايع ٿيو.

**امام ڳڙهه جو قلعو**: هيءُ قلعو /اڏاوت مير رستم خان جي وقت جي آهي. هيءُ قلعو خيرپور ضلعي ۾ ڪوٽڏجيءَ پرسان قومي شاهراهه کان نڪرندڙ نارا روڊ وسيلي نارا گيٽ، تجل ۽ لڪ جي ڳوٺن کان ٿيو، جروئي ۽ ملي ڳوٺ پهچي، اتان اوپر ڏکڻ 142 ڪلو ميٽر جي فاصلي تي (هندوستان پاڪستان جي سرحد تي) آهي. امام ڳڙهه جي قلعي جو ذڪر مير رستم خان ۽ مير علي مراد جي ڀڳ جي جهيڙي کان ٿيو، تاريخ ۾ ملي ٿو. پوڙهو حاڪم مير رستم خان، علي مراد خان ۽ چارلس نيپئر جي دٻ کان پنهنجي ڙال ۽ ٻن ٻانهين سان، ٻڳ، حڪومت ۽ ملڪيت ڇڏي امام ڳڙهه جي قلعي ڏانهن هليو ويو هو. رستي ۾ برساتن پوڻ ڪري سندس زال اٺ تان ڪري پئي هئي ۽ ان جي ٻانهن پچي پئي، جڏهن ته ٻئي ٻانهيون مري ويون. مير رستم خان کي گهڻي تڪليف پهتي. مير مراد علي جون اکيون حڪومت ۾ هيون ۽ ٻاڻ نيپئر وٽ پهتو ته مير رستم ٻڳ تان دستبردار ٿي ويو آهي ۽ زمينون به ڇڏي ويو آهي. هاڻي مون کي حاڪم بڻاءِ. مگر نيپئر مير رستم کي راهه مان هٽائڻ ٿي چاهيو ان ڪري هن مير علي مراد کي شهه ڏني ته امام ڳڙهه جو قلعو به هاڻي تنهنجي ملڪيت آهي. متان مير رستم اڳتي هلي فوجي طاقت امام ڳڙهه ۾ ڪٺي ڪري. ان ڪري امام ڳڙهه تي حملو ڪيو وڃي. جنهن تي نيپئر مير علي مراد خان کي سونهون ڪري 12 جنوري 1842ع تي امام ڳڙهه پهتو. ساڻس ساڍا ٽي سؤ پيادا ۽ چوويهن پائونڊن وارين به توپون ۽ پنجاهه گهوڙي سوار گڏ هئا. ليمبرڪ جي لکڻ موجب امام ڳڙهه جو قلعو مڪمل طور تباهه ڪيو ويو. نيپئر لکي ٿو ته امام ڳڙهه جو قلعو بارود جي ڏهه هزار پائونڊن سان ذريون ذريون ٿي چڪو اها به تاريخي حقيقت آهي ته جڏهن نيپئر قلعو زبون ڪري موٽيو ته اچڙي ٽر جي زمين ڪانئس سنو انتقام ورتو هو لکي ٿو ته اسان جون اکيون ڪن، وات ۽ ڏند واري جي تهن چڙهڻ ڪري، ڪيترائي ماڻهو بيمارين جو شڪار ٿي پيا. ياد رهي ته رستم علي ٽالپر، مير مراد علي ٽالپر جو وڏو ڀاءُ ۽ مير سهراب خان جو وڏو پٽ هو. قلعي جا ڪنڊر موجود آهن. پر اتي پهچڻ مشڪل آهي.

**امام مسعود سنڌي**: امام مسعود بن شيبه بن الحسين السندي، لقب عماد الدين حنفي، ستين صدي هجريءَ جو سنڌي بزرگ، علم ۽ فضل ۾ عالمي شهرت رکندڙ هو. هي دنيا جو اهو ٻهريون عالم هو. جنهن "امام الحرمين جويني" ۽ امام غزالي رحه جي "الغيث" ۽ "مقدمه التعليم" جو رد لکيو هن جي سوانح معلوم نه ٿي سگهي آهي. البت سندس ڏؤر، تاتارين وارو ڏؤر ليکجي ٿو.

هن جي ڪتاب جا قلمي نسخا الجزائر، مديني منوره، استنبول ۽ مصر ۾ موجود آهن.

**امان الله خان (ناول)**: مارچ 1946ع جي هفته وار "عبرت" ۾ شايع ٿيل محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل هيءُ مختصر ناول اُنهيءَ دور جو ذڪر ڪري ٿو. جڏهن 8 آگسٽ 1919ع تي انگريزن (گورنمينٽ آف انڊيا) ۽ امير امان الله خان جي وچ ۾ ٿيل عهدنامي تحت افغانستان کي هڪ آزاد ملڪ طور تسليم ڪيو ويو ناول ۾ 26 صفحا آهن. سنه 1950ع ۾ اسلاميه دارالاشاعت طرفان ڇپايل ٻي ايڊيشن جي قيمت 0.6.0 آنا رکيل هئي.

**امان الله شيخ**: مضمون نويس، ترجمي نگار ۽ سياسي ڪارڪن امان الله شيخ، لاڙڪاڻي جي ڪرما باغ بازي جي ڪوڪڙي گهٽيءَ ۾، 15 سيپٽمبر 1949ع تي ڄائو هن شروعاتي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول دڙي محلي مان ۽ ثانوي تعليم، گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان حاصل ڪئي. ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان بي. ايس سي ڪرڻ کان پوءِ، ايم. ايس سي ڪيمسٽريءَ ۾ ڪرڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ پهتو جتي قومي تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصي وٺڻ ڪري ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو. جنهنڪري ايم. ايس سي مڪمل نه ڪري سگهيو هن ٻوليءَ جي لسٽن، اينٽي ون يونٽ تحريڪ، جيئي سنڌ هلچل ۽ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ڪيترائي ڀيرا جيل ڪاٽيائين. هو جيئي سنڌ نوجوان محاذ، سنڌ يونائيٽيڊ فرنٽ ۽ جساف جو بنيادي ميمبر ۽ ٻهريون مرڪزي نائب صدر، نئشنل ڊئموڪريٽڪ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر، پاڪستان نئشنل پارٽيءَ جو مرڪزي آرگنائيزر، (جناب غوث بخش بزنجي جي وفات کان پوءِ، پارٽيءَ جو سربراهه)، پيپلزپارٽي (ش. پ) جو مرڪزي اڳواڻ رهيو آهي. هيءُ مقرر، ترجمي نگار ۽ مضمون نويس آهي. هن جا ٽي ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'انقلابن جي تاريخ' (ايم. اين. راءِ جي ڪتاب جو ترجمو، 1983ع)، (2) 'ڏونگر نيٺ ڏرن' (غلام هيروز جو ترجمو، 1985ع)، (3) ۽ 'جيئڻ جيئڻ تپي ڏينهن' ۽ (ڪالم: 1999ع) ڇپيل آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ وڪالت ڪري ٿو.

**امان، ائين ڇو آهي؟** (ڪتاب): نوجوان شاعرا، ومي سدارنگاڻيءَ جي "وِيا پبليڪيشن آديپور- ڪڇ" ٻاران ڇپيل ٻارن جي ڪتاب (ٻالڪ جا ٻاڻ وارتائي سوال) بمعنيٰ "ممي ائين ڇو آهي" جو سنڌ ۾ ڇپيل هيو ڇاپو 'امان ائين ڇو آهي' جي عنوان سان 'ٽرڊيب ڳوٺاڻي ترقياتي پروگرام' مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ٻاران مٺي 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جا خوبصورت اسڪيچ شهديو ڏونگرائي ٺاهيا آهن. هن ڪتاب جي ٻهرين ڇاپي جو مهاڳ مشهور اديب، ستيش روهيڙا ۽ ٻئي ڇاپي جو مهاڳ تاج جويو لکيو آهي. رايل سائيز جي هن 32 صفحن جي ڪتاب کي "ٽرڊيپ" ٻاران ٿرجي ڳوٺن ۾ مفت ورهايو ويو.

**امانت ۾ خيانت** (ڪتاب): هيءُ مشهور ڊراما نگار اديب خانچند دريانيءَ جي ڊرامن جو ڪتاب آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 75 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا آهي. ڇاپو ٻهريون. اين. ايچ. پنجابي ڪمپنيءَ، امپائر پرنٽنگ پريس، ورهاڱي کان اڳ ڪراچيءَ مان ڇپرايو.

**امتياز قاضي**: قاضي سجيڏني مرحوم (ڊپٽي ڪمشنر) جو پنجون نمبر فرزند امتياز قاضي، 2 جنوري 1953ع تي، جيڪب آباد ۾ ڄائو سندس تعلق خيرپور ميرس جي بلوچ قبيلي جي "هوت" خاندان سان آهي ٽالپرن جي ڏؤر ۾، خيرپور ۾ سندس وڏن کي "فتويٰ" ۽ "قضا" جي خدمت سبب "قاضيءَ" جو لقب مليو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ ۽ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان انٽر جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ گرئجوئيشن 'سينٽ پيٽرڪ' ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. 1975ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پوليٽيڪل سائنس ۾ ايم. اي ڪيائين. اتي ئي ٻن سالن کان مٿي انٽرنئشنل رليشن ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچررشپ دوران سي. ايس. ايس جو امتحان نمايان پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. 1980ع ڌاري اسسٽنٽ ڪمشنر هالا مقرر ٿيو ۽ بعد ۾ لاڙڪاڻي، جيڪب آباد، لس ٻيلي ۽ ڪراچي ايسٽ ۾ ڊپٽي ڪمشنر رهيو. ڪجهه عرصو واشنگٽن ۾ پاڪستاني



سفارتخاني ۾ زراعت ۽ خوراڪ جو ڪائونسلر به رهيو. اهڙيءَ طرح ڪراچي ۽ ڪوئيٽا ۾ مختلف اعليٰ انتظامي عهدن تي رهڻ کان پوءِ 1996ع ۾ ميرپورخاص ڊويزن جو ڪمشنر مقرر ٿيو ۽ نومبر 1999ع کان مئي 2001ع جي پهرئين هفتي تائين حيدرآباد ڊويزن جو ڪمشنر رهيو ۽ پوءِ خيرپور ميرس جو D.C.O مقرر ڪيو ويو. ان کان سواءِ ائڊيشنل سيڪريٽري ايريگيشن ۽ انڊسٽريز، وفاقي وزارت داخلا ۾ ائڊيشنل سيڪريٽري ۽ هن وقت سوشل ويلفيئر ۽ اسپيشل ايڊيوڪيشن جو وفاقي سيڪريٽري آهي. سندس اصول پرستي، انصاف نوازي ۽ ايمانداري "مثالي" حيثيت رکي ٿي. مطالعي سان شوق ۽ ادبي ذوق ورثي ۾ مليل اٿس. 1967ع ڌاري "خيام" تخلص سان شاعري به ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ سادگي ۽ پاڪيزگي نمايان آهي.

**امپريس مارڪيٽ**: امپريس مارڪيٽ انگريزن جي دور جو يادگار آهي ۽ ڪراچيءَ جي مرڪز ۾ واقع آهي. ڪراچيءَ جي هن وڏي مارڪيٽ جي بنياد جو پٿر سال 1884ع ۾ رکيو ويو هو پر پيسن جي نه هجڻ سبب ڪم جي شروعات سال 1889ع ۾ مڪمل ٿي. هن جو نقشو جيمس اسٽريچن جو ٺاهيل، رهائشي گوٿڪ طرز جو هو. مارڪيٽ جو دروازو، مهاڙيءَ طور پريڊي اسٽريٽ طرف 231 فوٽ اوچو آهي" ان جي چوڌاري چار گيلريون هرهڪ 40 فوٽن جي ٺهيل آهي. وچون حاطو 130x100 فوٽن جو آهي. بالڪونيءَ کي پٿر جون گهوڙيون ڏنل آهن. جنهن تي ڪيترائي نقش نڪتل آهن مارڪيٽ جو وچون ٽاور 140 فوٽ اوچو آهي. جنهن تي خوبصورت گهڙيال لڳل آهي. جيڪو چوويهه ڪلاڪ هلندو رهي ٿو هي گهنٽا گهر ڪرافورڊ بمبئيءَ واري گهڙيال گهر کان 12 فوٽ اوچو آهي. گهڙيال جنهن جي لڳل آهن. هتي هڪ باغ به ٺاهيو ويو هو. جيڪو هينئر اسٽال هٽندڙن جي قبضي ۾ اچي ويو آهي. ايمپريس مارڪيٽ جي ٺهڻ کان پوءِ هي ڪراچيءَ جي سٽن مارڪيٽن مان هڪ هئي. هتي ڪل 280 دڪان ٺاهيا ويا هئا.

**امجد سراج ميمڻ**: ڊاڪٽر امجد سراج 31 جنوري 1963ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس تعلق سنڌ جي هڪ علمي ادبي گهراڻي سان آهي. سندس والد سراج الحق ميمڻ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ مڃيل ناول نگار، افسانه نگار، لسانيات جو ماهر ۽ صحافي آهي. ڊاڪٽر امجد ابتدائي تعليم ڪراچيءَ جي



حبيب پبلڪ اسڪول مان ورتي، جنهن کانپوءِ هن پيٽاري جي ڪيڊٽ ڪاليج مان ميٽرڪ ۽ انٽر ڪئي. ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي (هاڻي يونيورسٽي) مان ورتي کانپوءِ آئرلينڊ مان ايف. آر. سي. ايس ڪري ڪجهه وقت اتي ئي ملازمت ڪيائين. ان کانپوءِ ڊائو ميڊيڪل يونيورسٽيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو جتي هن وقت هو سرجريءَ جو پروفيسر آهي. ڊاڪٽر امجد سراج لکڻ جي شروعات پنهنجي ڪاليج جي مخزن ۾ لکڻ سان ڪئي، جنهن جي ايڊيٽرن جي پئنل ۾ هو. ترجمو ڪرڻ هن جو خاص شعبو آهي، هن جا ترجمو ٿيل ٽي اهم ڪتاب آهن. 1. ڊاڪٽر فهميده حسين جي ڪتاب "شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" جو انگريزي ترجمو "Image of Women in Shah Latif's Poetry" جيڪو شاهه لطيف چيئر پاران 2005ع ۾ ڇپيو 2. سراج جي جڳ مشهور ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ" جو ترجمو Sindhi Language جي نالي سان، جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ سال 2009ع ۾ ڇپيو آهي. هن وقت ڊاڪٽر ارنسٽ ٽرمپ جي انگريزي ڪتاب "The Grammar of Sindhi Language" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري رهيو آهي. پاڻ پنهنجي ننڍي ڀاءُ نويد سراج سان گڏجي شاهه لطيف جا چونڊ 200 بيت انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا اٿس. جيڪي ڪتابي صورت ۾ 2006ع ۾ سنڌ گريجوئيشن ايسوسيئيشن پاران ڇپايل آهن. ڊاڪٽر امجد سراج کي ٻه نياڻيون ۽ هڪ پٽ جو اولاد آهي ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ پنهنجي والد سان رهي ٿو.

**امجد شاهه جيلاني**: سنڌ جي برگزيده شخصيت ۽ نامور سياستدان، پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جو فرزند سيد امجد شاهه جيلاني، 20 سيپٽمبر 1950ع تي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين سينٽ بونا وينچر هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ پڙهيو بي اي مڪينيڪل، مهراڻ يونيورسٽي ڄام شوري مان 1973ع ۾ ڪيائين.

امجد شاهه جيلاني، زرعي مشينريءَ ۾ 1975ع کان 1977ع تائين ٽي سال



انجنيئر رهيو ان کان پوءِ جڏهن پير علي محمد راشدي صاحب، اطلاعات کاتي ۾ وزيراعظم جو مشير هو ته 1975ع کان 1977ع تائين سندس اسٽاف آفيسر رهيو ملڪ جي وڏي سياسي پارٽي پاڪستان پيپلزپارٽيءَ ۾ پنهنجي والد ۽ وڏي ڀاءُ پير آفتاب حسين شاهه جيلانيءَ جي اثر هيٺ ابتدا کان شامل رهيو 1989ع ۾ پ. پ. پ جي صوبائي ڪائونسل جو ميمبر رهيو 1990ع ۾ سنڌ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو 1993ع ۾ پڻ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ لائيو اسٽاڪ ۽ فشريز کاتي جو صوبائي وزير رهيو 1996ع ۾ زراعت کاتي جو صوبائي وزير ٿيو. 1997ع ۾ پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو امجد شاهه جيلاني، ادب ۽ موسيقيءَ جو خاص شوقين آهي. 2008ع جي چونڊن ۾ حيدرآباد تعلقي جي ڀهراڙيءَ واري تڪ مان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو هن وقت تعليم، قانون ۽ انساني حقن بابت سنڌ اسيمبليءَ جي ڪميٽين جو ميمبر آهي.

**امداد آهي رول** (ڪتاب): سنڌ جي صفِ اول جي شاعر امداد حسينيءَ جو پهريون شعري مجموعو 'امداد آهي رول'، 120 صفحن تي مشتمل آهي جيڪو




سنڌي اڪيڊمي، حيدرآباد پاران ڪرائون سائيز ۾ 1966ع ۾، اسلم لغاريءَ، پرفيڪٽ پرنٽرز، صدر حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي قيمت صرف 4 روپيا آهي. هن ڪتاب ۾ امداد حسينيءَ جي اها سموري شاعري شامل آهي، جنهن کيس منفرد ۽ جديد شاعر ثابت ڪيو. هن شاعريءَ ۾ امداد جو لهجو، ڊڪشن، اسلوب ۽ ٻولي پنهنجن همعصرن کان نرالي ۽ نئين نظر اچي ٿي. ڪتاب ۾ سندس مشهور نظم، ايڪيهين صدي'،'بدلو'، 'پرائيويٽ'، 'ڇڪلو'، 'حملو'، 'روشني جو سفر'، 'شرابي'، 'شرط'، 'عيد جو چنڊ' شامل آهن. ان کان سواءِ سندس ترائيل ۽ ٽيڙو به هن ننڍڙي شعري مجموعي ۾ موجود آهن.

**امداد الله، انڙ**: سنڌ جو نامور ۽ دلير امداد الله انڙ 21 مارچ 1936ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو سندس تعلق زميندار گهراڻي سان هو. امداد الله ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ هوشيار شاگرد هو. ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ کيس سندس والد 1944ع ۾ سيڪنڊري

تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ جامع عربيه حيدرآباد ۾ داخل ڪرايو ۽ وري ڳوٺ لاڙڪاڻي ۾ اچي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين ۽ 1950ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. مارچ 1951ع ۾ سنڌ مسلم (آرٽس) ڪاليج ڪراچي ۾ داخلا ورتائين. جتي لساني جهيڙن ۾ يونيورسٽي انتظاميا تعصب ۾ هن جي ڇئن سالن جي ڊگري کي روڪي ڇڏيو جيڪا سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي پاران سنڊيڪيٽ ۾ ورتل



ڪوشش سبب بحال ٿي. 1954ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿي رهيو. سنڌ مسلم لا ڪاليج مان 1959ع ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. بي. اي ۽ ايل. ايل. بي ڪرڻ ڪان پوءِ ٿوري وقت لاءِ پوليس محڪمي ۾ پراسيڪيوشن سب انسپيڪٽر ٿي رهيو. 1956ع ۾ ڪميشن ڪري صوبائي سول سورس ۾ شامل ٿيو ان ڪان پوءِ اسسٽنٽ ڪمشنر جي حيثيت ۾ جيڪب آباد، خيرپور ۽ نوابشاهه ضلعن ۾ نمايان ڪارڪردگيءَ ڪري جلد ئي هي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ سانگهڙ ۽ لاڙڪاڻي جو ڊپٽي ڪمشنر رهيو.

آگسٽ 1977ع ۾ سانگهڙ جي مشهور "حر ڪيس" (ڇهن حرن جي قتل جي ڪيس) ۾ ڪيس ضياء الحق جي حڪم تي گرفتار ڪري دٻاءُ وڌو ويو ته اڳوڻي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، ممتاز علي ڀٽي ۽ جام صادق علي مٿان گواهي ڏي پر هن مجاهد تڪليفون برداشت ڪيون، ليڪن ڪوڙي گواهي ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿيو آخرڪار ضمانت تي ڇٽڻ ڪانپوءِ روپوش ٿي ويو. هن عظيم انسان 28 مئي 2008ع ڌاري وفات ڪئي.

**امداد جتوئي:** امداد جتوئي 1960ع ڌاري، لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪ ڳوٺ ستار ڏني سانگيءَ ۾ پيدا ٿيو سندس اصل نالو ڪامل ۽ والد جو نالو قادربخش جتوئي آهي. امداد جتوئي، سنڌ جو سٺو ۽ سڃاڻ شاعر آهي. هن شاعريءَ جي شروعات 1975ع ڪان ڪئي. سندس غزلن جو هڪ مجموعو "سنڌوءَ پر تي" ڇپيل آهي. سنڌي ادبي سنگت، لاڙڪاڻي ضلعي جو رابطه سيڪريٽري رهي چڪو آهي. هن وقت به سنڌي ادبي سنگت جو رابطه سيڪريٽري آهي.

**امداد جعفري:** شاعر ۽ تنقيدنگار، امداد جعفري ولد سيد غلام رسول شاهه، 15 جنوري 1970ع تي ڳوٺ اڳري راهو، تعلقي هالا، ضلعي مٽياري ۾ ڄائو سندس اصل نالو سيد امداد علي شاهه آهي. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ، ثانوي تعليم هاءِ اسڪول ڀليڏني ڪاڪا مان ۽ انٽر هالا ڪاليج مان ڪيائين. ايم. اي (سوشيالاجي) ۽ بي ايڊ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين، جڏهن ته ايم. ايڊ، سنڌ ايگريڪلچر يونيورسٽيءَ، ٽنڊي جام مان ڪيائين. 1997ع ۾، سوشل ويلفيئر آفيسر لاءِ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏنائين، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان پهريون نمبر ڪنيائين. هن جي ادبي سڃاڻپ شاعر ۽ تنقيد نگار جي آهي. سنڌ جي سيني رسالن ۽ مخزنن ۾ سندس شاعري ۽ تنقيدي ادبي مضمون شايع



ٿيندا رهن ٿا. نوجوانن ۾ شعر جو سٺو اپياس رکي ٿو گڏوگڏ تنقيدي نقط نظر اعليٰ اٿس. سماجي حوالي سان مختلف علائقائي تنظيمن ۾ پڻ رهيو.

**امداد حسين:** سنڌي موسيقيءَ ۽ سنگيت وديا جو ڄاڻو ۽ ناميارو ڊولڪ نواز امداد حسين، 1925ع ڌاري جيسلمير ۾ ڄائو سندس وڏا جيسلمير جي راڄا جا درباري گائڪ ۽ موسيقار هئا. امداد حسين جڏهن پنجن ورهين جي ڄمار جو هو ته سندس گهراڻو جيسلمير مان اچي حيدرآباد سنڌ ۾ آباد ٿيو. جتي ڪيس استاد بڙي غلام علي خان، عاشق علي خان، ٻيبي خان، پياري خان ۽ ڇوٽي غلام علي خان جهڙن ڪلاڪارن ڪان موسيقيءَ جي علم سکڻ جو موقعو مليو 1955ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد قائم ٿيو ته پاڻ هتي به ڊولڪ نواز جي حيثيت ۾ مقرر ٿيو بعد ۾ سنڌي فلمن جي موسيقي ڏيڻ لاءِ ڪراچيءَ هليو ويو هن جن فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني، تن ۾ 'بادل'، 'گهونگهٽ لاهي ڪنوار' ۽ 'پرديسيءَ جو پيار' قابل ذڪر آهن. سنڌي فلمن جي حوالي سان، امداد حسين واحد موسيقار آهي، جنهن مهدي حسن کي پنهنجي موسيقيءَ ۾ ڳارايو 21 فيبروري سال 2000ع تي وفات ڪيائين.

**امداد حسيني:** سنڌ جي صف اول جي شاعر امداد حسينيءَ جو اصل نالو سيد امداد علي شاهه ولد سيد فضل محمد شاهه آهي. پاڻ 10 مارچ 1940ع تي ٽکڙ ۾ ڄائو پرائمري تعليم ڳوٺ جي ڪُتاب (مڪتب) ۾ ورتائين. مئٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ انٽرميڊيئيٽ سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان ڪري، بي. اي (آنرز) ۽ ايم. اي (سنڌي)، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. شاگرديءَ واري عرصي ۾ سنڌي ڊڪشنري آفيس ۽ سنڌي لوڪ ادب رٽا ۾ نوڪري (پارٽ ٽائيم) ڪيائين، پوءِ سنڌي ادبي بورڊ ۾ لائبريرين مقرر ٿيو 1970ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ ريسرچ فيلو مقرر ڪيو ويو 1973ع ۾ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾



سبجيڪٽ اسپيشلسٽ (سنڌي) مقرر ٿيو اتي نوڪريءَ دوران 1977ع ڪان 1979ع تائين ته- ماهي "مهراڻ" جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. 1992ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ طور خدمتون سرانجام ڏنائين. حيدرآباد جهڙي ثقافتي مرڪز ۾ پليو نپنو ۽ گذريل ٽيهن سالن ڪان علم جي مرڪز جام شوري ۾ رهائش پذير آهي. امداد حسينيءَ جي خاندان ۾ وڏا عالم، اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. سندس ڏاڏو علامه اسدالله شاهه "فدا" پنهنجي دور جو جيد عالم ۽ سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ جو شاعر ٿي گذريو آهي. امداد جي شاعريءَ جو هڪ مختصر مجموعو "امداد آهي رول" 1976ع ۾ سنڌي اڪيڊمي حيدرآباد پاران ڇپيو سندس طويل نظم "شهر" (1988ع ۾ لکيل 'شهر آشوب') مارچ 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو سندس شاعريءَ جو ٽيون مجموعو "هوا جي سامهون" روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس شاعريءَ جو نئون مجموعو "ڪرٽي جهڙو پل" ڇپائيءَ هيٺ آهي. ٽڪڙ پبليڪيشن پاران ڇپايل ڪتاب "مٺل ماٺهو، جيئري پيڙا" هن سحر امداد سان گڏجي مرتب ڪيو آهي. ان ڪان علاوه مشهور سنڌي ويرگاٿا "دودي چنيسر" جو اردوءَ ۾ ترجمو به سندس جو ڪيل آهي. جيڪو لوڪ ورثي اسلام آباد جو ڇاپيل آهي. مرزا قليچ بيگ جي ناول "زينت" جو اردو ترجمو به سندس ڪيل آهي، جيڪو اڪادمي ادبيات اسلام آباد ڇاپيو احمد خان آصف جي ٻاراڻن ناولن تي مشتمل ڇهن جلدن ۾ ڇپيل اهم تصنيف سنڌيڪا پاران امداد حسينيءَ ايڊٽ ڪئي آهي. اردو اڪيڊميءَ لاءِ ٻارن جي اردو نظمن جا چار ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل اٿس. هن بابا فريد ۽ ماڌو لال حسين جي پنجابي شاعريءَ کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

امداد حسيني بزم طالب المولىٰ حيدرآباد شاخ ۽ سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد شاخ جو سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي حقن جي بحاليءَ واري تحريڪ، سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ووٽر لسٽن جي ڇپائڻ واري تحريڪ ۽ ون يونٽ مخالف تحريڪ ۾ امداد حسينيءَ عملي طور ڀرپور ڀاڱو ورتو. امداد حسينيءَ "سانول" جي نالي سان ڪهاڻيون به لکيون. ريڊيو لاءِ ناٽڪ، ڪهاڻيون ۽ گيت لکيائين. ريڊيو جي مقبول پروگرام "جهڙا گل گلاب جا" جا اڪثر اسڪرپٽ به امداد حسينيءَ جا لکيل آهن. امداد حسينيءَ ٽيليويزن لاءِ گيت ۽ ناٽڪ پڻ لکيا آهن. هن فلمن لاءِ گيت لکيا آهن. جن مان ڪجهه آهن: (1) ڌرتي لال ڪنوار (2) سجڻ سائين (3) حاضر سائين (4) جانيڻوا. 2000ع ۾ امداد حسينيءَ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ مان رٽائرمينٽ ورتي. ان کان پوءِ به ڪانٽريڪٽ تي، ڪجهه عرصو اتي سبجيڪٽ اسپيشلسٽ جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. 2004ع کان 2006ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جي ٽن رسالن ماهوار "مهراڻ"، ماهوار "سرتيون" ۽ "گل ڦل" جي چيف ايڊيٽر جون ذميواريون نڀايائين. ان کان پوءِ ڪجهه عرصو اُتي چيف پبلڪيشن آفيسر پڻ رهيو. امداد حسيني سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرز جو ميمبر پڻ رهي چڪو آهي. هن پنهنجي ادبي خدمتن عيوض ڪيترائي اوارڊ پڻ حاصل ڪيا آهن. جن ۾ "طلوع پرائيز"، "طالب المولىٰ اوارڊ" ۽ "نارائڻ شيام اوارڊ"، "تمغه امتياز" (2003ع) ۽ "جوش مليح آبادي اوارڊ" (2007ع) اهم آهن. امداد حسيني بنيادي طور هڪ شاعر آهي، پر تخليق سان گڏ، مختلف موضوعن تي به هن جو اهم ڪم موجود آهي. جهڙوڪ ٻولي، تنقيد، ٻارن جو ادب ۽ لطيفيات. امداد حسيني سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ جي "انسائيڪلوپيڊيا شاهه عبداللطيف ڀٽائي" جهڙين اهم رٿائن جي ايڊيٽرن واري سٽ ۾ شامل رهيو آهي.

**امداد سومرو:** نامور صحافي ۽ ڪالم نگار امداد سومرو 14- ڊسمبر 1970ع تي پنهنجي آبائي ڳوٺ سيتا وليج، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي سوشيالاجي 2007ع ۾ ڪيائين. هن روزاني ڪاوش، روزاني خلق، روزاني سنڌ ۽ روزاني عبرت ۾ ايڊيٽوريل صفحي جي انچارج ۽ سنڌي ايڊيشن جي انچارج طور هڪ وڏي عرصي کان ڪم ڪيو آهي. ان کان سواءِ هن جا مسلسل ڪالم، فيچر ۽ شاعري ڇپجندي رهي آهي. سنڌ ٽي. وي ۾ ڊاڪيومينٽريز جو ڊائريڪٽر رهيو آهي ۽ ڪيترا پروفائيل پيش ڪري ۽ مختلف عوامي مسئلن تي رپورٽنگ ڪندو رهيو آهي. هن وقت روزاني عبرت ۾ ايڊيٽوريل صفحي جو انچارج آهي. ان کان سواءِ ڊان ۽ نيوز لائين ۾ فري لانس صحافيءَ طور 2003ع کان لکندو پيو اچي ۽ هن وقت پريس ڪلب حيدرآباد جو خزانچي پڻ آهي.

**امداد علي اعوان:** 11 آڪٽوبر 1944ع تي سکر ۾ ڄائو. پوسٽ گريجوئيٽ ڪاليج سکر مان گريجوئيشن ڪيائين. قانون جي تعليم ايس. ايم. لا ڪاليج، ڪراچيءَ ۽ گورنمينٽ لا ڪاليج، سکر مان حاصل ڪيائين. تعليم دوران 1965ع کان 1967ع تائين شاگردن جي گڏيل سرگرمين ۽ يونين جي چونڊن ۾ وڏي چڙهي حصو ورتائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ وڪالت شروع ڪيائين. 1975ع ۾ ڊسٽرڪٽ بار ائسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري، 1976ع ۾ نائب صدر ۽ 1977ع ۾ ٻيهر جنرل سيڪريٽري چونڊيو. 1979ع ۾ سنڌ بار ڪائونسل جو ميمبر ۽ 1984ع ۾ ڪائونسل جو وائيس چيئرمئن چونڊيو. 1981ع کان 1984ع تائين هاءِ ڪورٽ بار ائسوسيئيشن، ضلعي سکر جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. 1988ع کان 1991ع ۾ به ساڳئي عهدي تي چونڊيو ويو. 1989ع ۽ 1990ع ۾ سنڌ بار ڪائونسل جي انتظامي مجلس جو صدر ۽ 1994ع ۾ سنڌ بار ڪائونسل جو نائب صدر ٿيو. 1999ع ۾ هاءِ ڪورٽ بار ائسوسيئيشن جو صدر چونڊيو. سياسي طور تي پيپلزپارٽيءَ سان لاڳاپيل رهيو. پاڻ پيپلز لائرس فورم جو صدر پڻ رهيو. آڪٽوبر 1993ع ۾ سينيٽ جو ميمبر چونڊيو. تازو 2008ع ۾ عدليه جي بحاليءَ واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ قافلي ۾ سفر دوران چيف جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ جي گاڏي هلائيندي دل جو دورو پيس ۽ 31 جولاءِ 2008ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس آبائي قبرستان شڪارپور ۾ دفن ڪيو ويو.



**امداد علي پتافي:** امداد علي پتافي ولد بخش علي پتافي پهرين جنوري 1974ع تي ٽنڊي الهيار ۾ ڄائو. هُن گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. 2008ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي ٽنڊي الهيار جي تڪ پي ايس 52 مان چونڊون کٽڻ بعد ايڪسائيز، آبپاشي ۽ مڪاني ادارن بابت سنڌ اسيمبليءَ جي ڪميٽين جو ميمبر آهي.



**امداد علي سرائي:** فقير امداد علي سرائي، لطيفيات جو وڏو ڄاڻو هو. هن فقير عالم خان ڪائيي جي گهر ۾ ڪانياواڙ محلي، نصيرآباد، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 4 سيپٽمبر 1936ع تي جنم ورتو. ابتدائي تعليم نصيرآباد مان ۽ مئٽرڪ ڪراچيءَ مان ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سنڌي) ۽ ايل. ايل. بي ڪيائين. ٺٽي ۾ روينيو کاتي ۾ ڪلرڪ طور ملازمت ڪيائين. بعد ۾ اسسٽنٽ مختيارڪار، انچارج مختيارڪار ۽ آفيس سپرنٽينڊنٽ ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن رهيو. هن ٺٽي ۾ نوڪري ان ڪري ورتي، جو ڪيس ننڍي هوندي کان شاهه جي رسالي سان لڳاءُ هو ۽ سندس چوائي رسالي جي 70% ٻولي لاڙي آهي. شاهه جي رسالي جي ابتدائي سکيا ۽ تعليم مرحوم فقير طيب جت کان ورتائين، جيڪو لطيف سائينءَ جي 130 حاضري فقيرن مان نهيٽي فقير جت جو ننڍو پوٽو هو. ان کان سواءِ فقير عبدالله ميمڻ، فقير حاجي صديق فقيراڻي جت (ڪيٽي بندر)، فقير حاجي خميسي چانديي ۽ فقير رمضان جت جو صحبتي رهيو. فقير رمضان جت جو والد فقير احمد جت، ڊاڪٽر دائودپوٽي سان رسالي جي ترتيب ۾ ڪافي وقت مددگار رهيو هو. سرائي امير عليءَ، شاهه جي ڪلام جي تحقيق ۽ اڻ ڇپيل ڪلام هٿ ڪرڻ جي سلسلي ۾ ٻه ڀيرا رڻ ڪڇ، ٻاڙمير، آدي پور، گانڌيدام، احمد آباد، ڪلياڻ ڪئمپ (الهاس نگر) ۽ ممبئيءَ جو سفر ڪيو. جتي هن جون ملاقاتون حاجي بصريي جت، آگي جت، آدم جت، سيد محمد شاهه نابين ۽ مائي ملان سان ٿيون. هن شاهه جي قدمن جي سلسلي ۾ نارائڻ سر، ڪوٽيسر مندر، ڏيٽو در جبل (تعلقي نڪرائي)، لوٽيا ڳوٺ ۽ هبي توڙي ٻين قديم تاريخي ڳوٺن جو چڪر هنيو.

فقير امداد علي سرائيءَ جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'املهه اڻ توريا'، (شاهه جا اڻ ڇپيل بيت)، (2) 'قدم ڪاپڙين جا'، (3) 'ڪشتي منجهه ڪٺا'. ڪيس 'ڪشتي منجهه ڪٺا' ڪتاب تي 10 هزار روڪ ۽ 5 تولا سون جو اوارڊ مٽياري سادات کان مليو. هن 16 سيپٽمبر 2002ع تي وفات ڪئي.

**امداد محمد شاهہ:** سيد امداد محمد شاهہ، سنڌ جي قديم تاريخي شهر "سن" جي سيد حيدر شاهہ سنائيءَ جي خاندان جو چشم چراغ آهي. هن، سنڌ جي بزرگ سياستدان ۽ قومي رهبر سائين جي. ايم. سيد جي گهر ۾، 30 سيپٽمبر 1935ع تي سومر جي ڏينهن جنم ورتو. امداد محمد شاهہ ابتدائي سنڌيءَ جا ٽي درجا سن جي پرائمري اسڪول مان پاس ڪيا. جنهن کان پوءِ کيس ڪراچيءَ جي گرامر اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي 1948ع تائين پڙهندو رهيو. هندستان جي ورهاڱي سبب لڏي آيل مسلمانن کي ڪراچيءَ جي اسڪولن ۾ رهايو ويو ۽ اسڪول بند ڪيا ويا. ان ڪري ياڻ ڳوٺ موٽي آيو. جڏهن واپس ڪراچي گرامر اسڪول ۾ ويو، تہ دير سان پهچڻ سبب سندس داخلا رد ڪئي وئي. ان کان پوءِ کيس سينٽ پيٽرڪ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو، جتان 54-1953ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڊي. جي سائنس ڪاليج ۾ داخل ٿيو. سندس ارادو انٽر سائنس ڪري، ميڊيڪل



ڪاليج ۾ پڙهڻ جو هو، پر اها خواهش گهرو حالتن سبب پوري ٿي نہ سگهي، چاڪاڻ تہ سندس وڏو ڀاءُ امير حيدرشاهہ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن هليو ويو ۽ سندس والد جي ايم سيد کي ون يونٽ جي مخالفت سبب جيل ۾ بند ڪيو ويو، ان ڪري کيس تعليم سان گڏ گهرو ذميوارين سنڀالڻيون پئجي ويون. بي. ايس. سي جو امتحان پاس ڪري ڳوٺ "سن" اچي زمينداري سنڀاليائين. بعد ۾ اسلاميہ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي، 1965ع ۾، امتيازي حيثيت سان ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. امداد محمد شاهہ کي پنهنجي اباڻي زمينداري حصي مان زمين جو حصو تعلقي سڪرنڊ جي ڳوٺ مجيد ڪيريو ۾ مليو، ان ڪري اُتي رهڻ سبب، سنڌ جي مشهور قومي ڪارڪن قاضي فيض محمد ايڊووڪيٽ سان گڏجي نوابشاهہ ۾ وڪالت ڪيائين.

امداد محمد شاهہ، تعليمي ميدان ۾ ڪافي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. هن 1956ع ۾ سن ۾ مڊل اسڪول کولرايو ۽ ڀهراڙيءَ جي شاگردن لاءِ مفت رهائش ۽ کاڌي پيتي جي انتظام لاءِ شاهہ حيدر ايجوڪيشنل سوسائٽي قائم ڪئي. 1979ع ۾ ضلعي ڪائونسل نوابشاهہ جي ميمبر چونڊجڻ بعد، تعلقي سڪرنڊ جي ٻهراڙيءَ ۾، تعليم جي ترقيءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪري، تعلقي ۾ ڪيترائي پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول قائم ڪرايائين. خاص ڪري ڇوڪرين جي تعليم لاءِ اسڪول کولايائين. سڪرنڊ شهر ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ سائنس ڊار ڊار ڪاليج کولرايائين. قاضي احمد جي هاءِ اسڪول کي هاير سيڪنڊري اسڪول جو درجو ڏيارايائين.

امداد محمد شاهہ، 1985ع ۽ 1988ع ۾ بہ ڀيرا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ اڪيلي مخالف ڌر جي ميمبر جي حيثيت ۾، سنڌ جي حقن لاءِ ڀرپور آواز اٿاريائين. هو ڪيترين ئي تعليمي سوسائٽين جو باني، چيئرمين ۽ ميمبر رهيو آهي. جهڙوڪ شاهہ حيدر ايجوڪيشنل سوسائٽي سن، محمد هاشم ٺٽوي ايجوڪيشنل سوسائٽي، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ طرفان قائم ڪيل قائداعظم پبلڪ اسڪول درساڻو چنو ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر وغيره. شاهہ صاحب، نوابشاهہ ضلعي، تعلقي سڪرنڊ ۽ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا. اسڪول، اسپتالون، موريون ٺهرايون. ڊرينيج سسٽم ۽ رستا ٺهرايا. اهوئي سبب هو جو هو جڏهن بہ پنهنجي سڪرنڊ واري تڪ مان چونڊن ۾ بيٺو تہ سندس مقابلي ۾ ڪنهن بہ پارٽيءَ جو اميدوار ڪٽي نہ سگهيو.

شاهہ صاحب سياسي طرح عوامي ليگ جو ميمبر رهيو ۽ ڪجهہ وقت 'پونم' جي پليٽفارم تان سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن جي قومي حقن لاءِ جدوجهد ۾ بہ سرگرم رهيو. شاهہ صاحب جي انٽرويوز تي مشتمل هڪ ڪتاب "زندگي ڪليل ڪتاب"، ماروئي اڪيڊميءَ سڪرنڊ پاران 1999ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس وفات 29 سيپٽمبر 2004ع تي ٿي. کيس ڳوٺ مجيد ڪيريو ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. سندس نالي پويان هڪ فلاحي ادارو "امداد فائونڊيشن" 2007ع کان ڪم ڪري پيو.

**امر اقبال:** نوجوان شاعر امر اقبال جو اصل نالو محمد اقبال ولد الهورايو چنا آهي. هن سنڌ جي ناميارِي استاد، شاعر ۽ محقق عطامحمد حاميءَ جي ڳوٺ 'سوهو ڪناسرا' تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور ۾ پهرين اپريل 1974ع تي جنم ورتو. پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين سينٽ ٽريساز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ تعليم حاصل ڪيائين. گورنمينٽ سپريئر سائنس ڪاليج خيرپور مان 1991ع ۾ انٽر ڪري، اين. اي. ڊي يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي



ڪراچيءَ مان 1997ع ۾ بي. اِي (B.E) سول جي ڊگري ورتائين. امر اقبال 1992ع کان شاعري شروع ڪئي ۽ ٿوري ئي وقت ۾ نوجوانن ۾ هڪ پختي شاعر طور اڀري آيو آهي. خاص ڪري غزل، نظم ۽ وائي جي صنف تي عبور رکي ٿو. سندس شاعري سنڌ جي سمورن ادبي پرچن ۾ ڇپجي چڪي آهي. هن جا ٻہ شعري مجموعا "سمنڊ اڪيلو آهي" (2004ع)، "اکين مان تسيل نظم" (2004ع) ڇپيل آهن ۽ ٽيون مجموعو "چا رکيو آهي امر اقبال ۾" ڇپائي هيٺ آهي. ان کان سواءِ امر اقبال سچل يادگار ڪميٽي ۽ حامي يادگار ڪميٽيءَ جو سرگرم ميمبر آهي. سچل ادبي ڪانفرنس ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو آهي.

**اَمراڻو:** عمرڪوٽ (امرڪوٽ) کي لوڪ گيتن ۾ 'امراڻو' ڳايو ويو آهي. 'امراڻو' جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ پراڻي سمي ۾ شِوَ جي مندر کان وٺي ڏياتهہ تائين تقريباً ٻارهن ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ تي پکڙيل هو. روايت آهي تہ شِوَ جو مندر ان زماني ۾ اَمراڻي جي وچ ۾ هوندو هو. هن وقت ان ايراضيءَ تي ڪافي ٺڪرائو پکڙيل آهي، جتي مٽيءَ جي مٽڪن کان سواءِ ٻيون بہ کي شيون لڀن ٿيون. هينئر 'امراڻي' جو يادگار صرف "شوجو مندر" آهي.

**امرتا:** چار رنگي ٽائيٽل سان ڇپجندڙ، ڊيمي سائيز جي هن رسالي جو ايڊيٽر مشهور فنڪار ڊول فقير جو فرزند، فقير محمد ڊول آهي. هي رسالو "ڊول فقير فائونڊيشن سنڌ" پاران حيدرآباد مان، جولاءِ 2001ع کان لڳاتار نڪرندو رهي ٿو. هن رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ نصير مرزا، آسي زميني، موهن مدهوش، الطاف ملڪاڻي ۽ عامر سيال شامل آهن. جڏهن تہ فقير محمد اُنڙ ان جو پبلشر آهي. هي



رسالو سنڌيءَ ۾ ڇپجندڙ ادبي رسالن ۾ پنهنجو نمايان مقام رکي ٿو. هن رسالي پاران مختلف شخصيتن تي ڪيترائي خاص نمبر ۽ ڪارنر ڪڍيا ويا آهن. جهڙوڪ: 'بينظير ڀٽو'، 'قمر شهباز'، 'نصير مرزا'، 'فوزيا سومرو'، 'رفيق سومرو'، 'علڻ فقير'، 'ڊول فقير' وغيره. هن شماري جا هن وقت تائين 90 شمارا نڪري چڪا آهن. ڪهاڻيون، شاعري، مقالن ۽ مختلف ليکن تي مبني هن رسالي جا اجکلهه 176 صفحا شايع ٿي رهيا آهن. جنهن جي قيمت 50 رپيا رکيل آهي.

**امرتا پريتم**: امرتا پريتم پنجابي ٻوليءَ جي بهترين ناول نگار، ڪهاڻيڪار ۽ شاعره رهي آهي. سندس اصل نالو امرت ڪور هو. هوءَ 31 آگسٽ 1919ع ۾ گوجرانوالا (پنجاب) ۾ گياني ڪرتار سنگهه جي گهر ۾ پيدا ٿي. هوءَ سڄي هندستان ۾ ٻهرين پنجابي شاعره، ناول نگار، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار طور سڃاتي وڃي ٿي. پنهنجي پيءُ کان گرمکيءَ ۾ لکڻ پڙهڻ سکيائين. امرتا پريتم شروع ۾ شاعري ڪئي. هن جو پهريون شعري مجموعو "امرت لهران" سورهن سالن جي عمر ۾ 1936ع ۾ ڇپيو.



هيل تائين هن جا ڪيترائي شاعريءَ، ڪهاڻين، ناولن ۽ ذاتي زندگيءَ متعلق ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن مان 1- پنجر (ناول) 2- ڊاڪٽر ديو 3- ساگر اور سيپيان 4- رنگ ڪا ڪا پتا 5- دلي کي گليان 6- تيرهوان سورج 7- ياتري (ناول)، 8- ڪهانيان جو ڪهانيان نهين (ڪهاڻيون) 9- ڪهانيون کي آنگن ۾ (ڪهاڻيون)، 10- امرت لهران (شاعري)، 11- جيوندا جيون (1939ع: شاعري)، 12- ترپل ڌوتي ڦهل (شاعري:1942ع) 13- گيتان واليان (شاعري: 1942ع)، 14- بدلام دي لالي (شاعري: (1943ع)، 15- لوڪ پيڙا (شاعري: 1944ع)، 16- پٿر جيتي (شاعري:1946ع)، 17- پنجابي دي آواز (شاعري: 1952ع)، 18- سنهري (شاعري:1955ع)، 19- ڪستوري (شاعري: 1957ع)، 20- ناگ مني (شاعري:1964ع) 21- آتم ڪٿا 'رسيدي ٽڪيٽ'، 'ريشمي ڌاڳي'، 'محبت نامي' وغيره اهم آهن. انهن ڪتابن جا اردو ۽ سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ڪيترين ٻولين ۾ ترجما ٿي چڪا آهن.

امرتا 1961ع تائين آل انڊيا ريڊيو لاءِ ڪم ڪيو. سندس تحريرون انگريزي، فرينچ، ڊينش، جاپاني، سنڌي، اردو، بنگالي ۽ ٻين ٻولين ۾ ترجما ٿيا آهن. هوءَ پهرئين ليکڪا آهي جنهن 1956ع ۾ عورت لکت طور ڪتاب "سنهري" تي ساهتيه اڪيڊمي اوارڊ حاصل ڪيو. ان کانسواءِ "پدما شري" اوارڊ (1959ع) ۽ هندستان جو اعليٰ سول اعزاز "پدما ڀوشن" (1959ع) ۾ حاصل ڪيائين. هن ڊاڪٽر آف لٽريچر (D.Lit) جون 1973ع ۾ دهلي يونيورسٽيءَ ۽ جبلپور يونيورسٽي مان ۽ 1987ع ۾ وشو ڀارتي يونيورسٽي مان اعزازي ڊگريون حاصل ڪيون. هن 1979ع ۾ بلغاريه ۾ بين الاقوامي اوارڊ سان نوازيو ويو. امرتا پريتم 31 آڪٽوبر 2005ع تي نئين دهليءَ ۾ وفات ڪئي.

**امرت جو ڪلش** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي ڪهنه مشق شاعر ڊاڪٽر ارجن 'سڪايل' جي شاعريءَ (اڇند ڪوتا) جو ڪتاب، خوبصورت ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي 87 صفحن تي مشتمل آرٽ اينڊ اميج، 212، الائيڊ انڊسٽريل اسٽيٽ ماهيم ممبئيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن 2000ع ۾ ڇپيل ڪتاب جي قيمت -/60 روپيا آهي. ڪتاب جي خوبصورت ارپنا هن ريت ڪيل آهي:

پڪٽ ڪنور فرمايو:

'آءِ ڪانگا ڪر ڳالهه، مون کي تن ماروئڙن جي.'

پارو چاولا ڳائيندي آهي:

'ڪانگا، ڪانگا، او ڪانگا!'

'ارجن سڪايل' لکيو هو:

ٻائي جي ڪوهه مٿان سرنهن جي وڻ تي ويٺل ڪانءَ سپني ۾ اچي منهنجي ڳوٺ 'سڏوجا' جي ڳوٺاڻن جا نياپا ڏئي ويندو آهي.

هيءَ ڪتاب پڻ

اهڙي ڪانءَ جي نالي!

**امرت خان** (سر بهار نواز): امرت خان، استاد عنايت خان جو ننڍو پاءُ سال 1936ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڄائو. سندس پاءُ عنايت خان (1938-1895ع) مغل دربار سان وابسته تمام سنو ستار نواز هو. هي ستار جي امداد خاني گهراڻي جو اهم فنڪار آهي. والد جي وفات کان پوءِ هن پنهنجي ماءُ بشيران بيگم ۽ پنهنجي ناني ٻڙي حسن خان کان ستار جي سکيا ورتي. 1944ع ۾ هو بمبئي لڏي ويو، جتي سندس چاچي واحد علي خان کيس سر بهار وڄائڻ جي تربيت ڏني. توڙي هُو واحد علي خان سان گڏ ڪلڪتي موٽي آيو ته جيئن هُئي جوڙي ۾ وڄائين. پر حالتن سندن ساٿ نه ڏنو. 1960ع ڌاري هڪ ڪمپني سندس هڪ اڌ رڪارڊ پرايس جيڪو ڏاڍو مقبول ٿيو ۽ اسٽيج تي به هن پاڻ موڪيو هن ستار وڄائڻ ۾ درپد جو انگ اختيار ڪيو. امداد خاني گهراڻي جي وڄت ۾ روي شنڪر ۽ نخيل بينر جي ڪافي سٺيون تبديليون آنديون. خود ستار ساز ۾ هنن تارن کي بدلائي نوان انگ پيدا ڪيا. امرت خان، انهن تبديلين کي قبول ڪري ڏاڍو نالو ڪمايو. هن پوري يورپ ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. پاڻ واشنگٽن يونيورسٽي، سينٽ لوسٽس ۾ ستار جي تعليم ڏيندو آهي. کيس ٽي پٽ آهن. نشاط ستار وڄائيندو آهي، وجاهت سرود وڄائيندو آهي ۽ شفقت طبلي تي ساٿس سنگت ڪندو آهي.

**امرت ڌارا**: هڪ قسم جي دوا، جيڪا ڪافور، جاڻ ۽ ولجاڻ جي سَتَ ملائڻ سان ٺهي ٿي، ۽ گهڻن ئي مرضن تي ٻوي ٿي. جيڪڏهن پسارڪن وٽان جاڻ، ولجاڻ ۽ ڪافور جو سَتُ (جوهر) جيڪو قلمن جي صورت ۾ ٿئي ٿو. انهن کي هم وزن ڪٺي ملائبو ته پاڻي ٿي پوندا. اُن کي پساري شِوَ ڌارا جي نالي سان به سڏيندا آهن. شِوَ ڌارا ترت علاج طور گهڻين بيمارين لاءِ مفيد آهي.

**امرتراءِ "سام" ڄٽسنگهاڻي**: ديوان امرتراءِ ولد حشمتراءِ 3 جون 1903ع تي ڳوٺ طيب تعلقي رتي ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. هو مشهور شاعر، اديب ۽ سماجي خدمتگار ٿي گذريو آهي. ديوان امرتراءِ شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي ۽ وڌيڪ تعليم لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪئي. جڏهن قطع تعلقات تحريڪ شروع ٿي ته هن ان ۾ ڀرپور حصو ورتو. ان دوران فرانس جي رهاڪو ميسو پال رچرڊ سان ڏيٺ ويٺ ٿيس، جنهن جي دعوت تي انگلينڊ، فرانس، مصر، شام، الجيريا، فلسطين ۽ ٻين ملڪن جو سير ڪندي، ديوان صاحب تاريخ ۽ ادب ۾ ڪافي ڄاڻ حاصل ڪري ورتي ۽ انگريزي ۾ چوڏهن ڪن ڪتاب لکي ورتائين. بعد ۾ موٽي اچي ڪراچيءَ مان (New Age) نالي هڪ رسالو به جاري ڪيائين ۽ "اڪبر آشرم" نالي هڪ تحريري رٿا به مرتب ڪيائين. هن "سام" جي تخلص سان مختلف ٻولين ۾ شاعري ڪئي. غزل، نظم، ڪافي، رباعي، قصيده، وائي ۽ ٻچن تي طبع آزمائي ڪئي. سندس ڪلام سنڌي، هندي، سرائڪي،

فارسي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ ملي ٿو. سنڌي شاعريءَ ۾ سندس ديوان 1934ع ۾ انڊيا مان ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس تصنيفات ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن. "آتم باغ"، "تون ۽ مان" ۽ "دل جي مار"، "سدا ڀرپور" گهڻو مقبول آهن. سندس شريڪ حيات، هن جي شخصيت تي جيئري ئي "جيتامڙي جي ڊائري" جي نالي سان ڪتاب لکيو. ديوان امرت راءِ "سام" جئسنگهاڻي 12 فيبروري 1988ع تي وفات ڪئي.

**امرت ڦل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هوتچند سگهني مل ٽيڪواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 63 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. سناتن ڌرم سڀا، لاهور، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سيوڪ اسٽيم پريس، لاهور مان سال 1911ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**امرت منجهه ڪراڙ** (ڪتاب): سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪار خاتون تنوير جوڻيجو جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'امرت منجهه ڪراڙ'، 1978ع ۾، آگم پبلشنگ ايجنسي، حيدرآباد ڇپيو هن 144 صفحن تي مشتمل ڪهاڻين جي هن ڪتاب ۾ تنوير جوڻيجو جون 12 ڪهاڻيون شامل آهن، جن ۾ صديون پراڻي سنڌي سماج ۾ عورت سان ٿيندڙ سلوڪ جي خارجي ۽ داخلي نفسياتي رخن جي اُپٽار ٿيل آهي. عورت، جيڪا جنم جنم کان هن ڪوڙهئي سماج کي پنهنجي رت جي ريج، صلاحيتن ۽ پورهئي سان ٺاهيندي آئي



آهي، ان جي موٽ ۾ ڪيس ڇا مليو آهي؟ تنوير جي ڪهاڻين ۾ اُن سوال جي جواب جو عڪس آهي. هن پڪي جلد واري ڪهاڻين جي مجموعي جي قيمت 9 رپيا آهي. هن ڪتاب جي خاص خوبي اها آهي ته هر ڪهاڻيءَ تي ڪنهن نامور مصور جو اسڪيچ ٺهيل آهي. اهڙن مصورن ۾ قيس ابڙو، سارنگ، طارق عالم، منصور عالم، فتاح ۽ رضوان شامل آهن.

**امرت وچن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب منوهرداس ڪوڙي مل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 45 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. ٽيڪچند. اين. ديواڻيءَ هيءُ ڪتاب، چندن پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپرايو.

**امر پيار** (ناول): هند سنڌ جي مشهور ڪهاڻيڪار ڪرشن کٽواڻيءَ جو هيءُ ناول، چونڊ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي پاران علي مرتضيٰ ڏاريجي نومبر 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن 82 صفحن جي ڪرائون سائيز ناول جي قيمت صرف 5 رپيا آهي. "امر پيار" ۾ هڪ اهڙي ڏکي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ اهڙيون جهلڪيون ملن ٿيون، جيڪي وندرائڻ، تڙپائڻ ۽ سوچڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون.

**امر جليل**: سنڌي ٻوليءَ جو مشهور ڪهاڻيڪار، نثر نويس، ڪالم نگار ۽ ٽي ويءَ جو ڊرامانگار. امرجليل 8 نومبر 1936ع تي سنڌ جي مشهور شهر روهڙيءَ ۾ ڄائو. سندس اصل نالو عبدالجليل ولد عبدالغني قاضي آهي. پاڻ ابتدائي تعليم، ڪراچيءَ جي رتن تلاءُ پرائمري اسڪول مان ورتائين. وڌيڪ بي. اي. تائين تعليم نوابشاهه مان ورتائين. پوءِ ٻيهر ڪراچي آيو ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان اقتصاديات ۾ ايم. اي ڪيائين. ان کان سواءِ ايم. اي هسٽري به آهي. ان دوران هن ڪرڪيٽ راند ۾ به نالو ڪڍيو. اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ٽيمن جو ڪپتان رهيو. سنڌ جو ناميارو مصور ظفر ڪاظمي ۽ امرجليل ڪراچيءَ ۾ گڏ ڪرڪيٽ کيڏندا هئا.



هن کي ننڍپڻ کان ئي لکڻ جو چاهه هو. 1956ع ۾ سندس پهرين ڪهاڻي "اندرا" جي عنوان سان نوابشاهه مان نڪرندڙ سنڌي رسالي "ادا" ۾ ڇپي. 1963ع ۾ سندس پهريون اسٽيج ڊرامو "انسان"، نئشنل ٿيئٽر، ڪراچيءَ ۾ پيش ڪيو ويو. هن جو ريڊيو لاءِ لکيل پهريون ڊرامو "درياءَ ٽوتي دانهن" 1967ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ڪيو ويو. 1968ع ۾ هن جي پهرين لکيل فلم ڪهاڻي "نوري ڄام تماچي" هئي. "تنهنجون منهنجون ڳالهيون" جي عنوان سان سندس پهريون اخباري ڪالم 4 مئي 1972ع تي روزاني هلال پاڪستان ۾ ڇپيو. ساڳئي نالي سان سندس ڪالمن جو مجموعو پڻ ڇپيل آهي. ان کان سواءِ سندس ڪالمن جو ٻيو مجموعو "سنڌو منهنجي ساهه ۾" پڻ ڇپيل آهي. سندس اردوءَ ۾ پهريون ڪالم "ڪڇ سچ ڪڇ جهوٽ" اپريل 1974ع ۾ هفتيوار "الفتح" ۾ ڇپيو. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "دل جي دنيا" آهي، جيڪو پهريون دفعو 1968ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جا ڪيترا ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن. اهو ڪتاب ٻين ٻولين ۾ به ترجمو ٿيو آهي. امرجليل کي ان ڪتاب تي ادبي انعام به مليل آهي. سندس ڪهاڻين جا ڪيترائي مجموعا ڇپيل آهن، جن ۾ (1) "دل جي دنيا"، (2) "تاريخ جو ڪفن"، (3) "جڏهن مان نه هوندس"، (4) "ٽيون وجود"، (5) "منهنجو ڏس آسمان کان پڇو"، (6) "رني ڪوٽ جو خزانو"، (7) "جيجل منهنجي ماءُ"، (8) "امرجليل جون اوائلي ڪهاڻيون" (9) "چنڊ وسامي ويو" وغيره ذڪر لائق آهن. هر مجموعي جا ڪيترائي ڇاپا ڇپجي چڪا اٿس. هن جي ناول "ٽيڻ گونگي ڳالهايو" اشاعت ۽ وڪري جا رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا، جنهن جون 10 هزار کان وڌيڪ ڪاپيون وڪرو ٿيون. امرجليل جي تحرير جو اسلوب بيان نهايت دلڪش ۽ بي مثال آهي." امرجليل پنهنجين تخليقن جي سلسلي ۾ ڪيترائي انعام ۽ اعزاز حاصل ڪري چڪو آهي. پاڻ گهڻو ڪري سنڌ جي پيرن، زميندارن ۽ وڏيرن کي پنهنجي قلم سان نشانو بڻائيندو رهيو آهي. ماضيءَ ۾ پنهنجي انقلابي تحريرن سبب اڪثر ڪري حڪومت جي نظر ۾ معتوب رهيو آهي. امرجليل جو ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي ملازمت ڇڏڻ به ان سلسلي جي ڪڙي آهي، جتي پاڻ ريجنل مئنيجر هو. مشهور 'سهڻي' رسالو سندس ڪهاڻي "سرد لاش جو سفر" ڇپجڻ سبب، پابنديءَ هيٺ رهيو. سختين هوندي به امر لکڻ نه ڇڏيو. هو اڄ به لکندو رهي ٿو. ٽي ويءَ تان سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ڊراما پڻ چڱي خاصي مقدار ۾ پيش ٿي چڪا اٿس. 27 سالن تائين اسلام آباد ۾ رهيو، جتي علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي "انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشنل ٽيڪنالاجيءَ" جو باني ڊائريڪٽر رهيو. پاڻ ڪجهه وقت لاءِ انهيءَ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر به رهي چڪو آهي. امرجليل اليڪٽرانڪ ميڊيا ۽ ايڊيوڪيشنل ٽيڪنالاجيءَ جو وڏو ماهر آهي. امر پاڻ کي 'اروڙ جو مست' سڏائيندو آهي ۽ دوستن جي وڏي حلقي ۾ انهيءَ لقب سان مشهور آهي. انگريزي اخبار "ڊان" ۾ مسلسل ڪالم لکندو رهيو آهي. هڪ مختصر عرصي لاءِ سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو سال 1997ع ۾ چيئرمئن به رهيو. اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرز جو ميمبر پڻ رهيو آهي. کيس سنڌي ادبي سنگت سنڌ پاران "لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ" ڏنو ويو آهي. ويجهڙائي ۾ شاهه لطيف چيئر پاران سندس مڃتا ۾ وڏي تقريب ڪراچيءَ ۾ ڪرائي وئي جنهن ۾ سنڌ جي اڪثر ادارن کيس مڃتا شيلڊون ڏنيون. سندس ڪهاڻين جو هڪ انگريزي ڪتاب انڊيا ۾ ڇپيو

آهي. هاڻي مستقل طرح اسلام آباد ڇڏي، ڪراچيءَ جي 'ڪلفٽن' جي علائقي ۾ رهائش پذير ٿيو آهي ۽ اڄڪلهه سنڌ ٽي. وي‌ءَ تان 'ڪلاس روم' نالي پروگرام ڪندو رهندو آهي ۽ ڪي ٽي اين تان مبصر جي حيثيت ۾ شرڪت ڪندو رهيو آهي.

**امر جليل نمبر** (رسالو): "ماهوار سهڻي"، ايڊيٽر طارق اشرف، سهڻي پبلشرز، الهندو ڪجو، حيدرآباد پاران معياري ادب پيش ڪندڙ رسالي جو هي امر جليل نمبر آگسٽ- سيپٽمبر 1973ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي سادي ڪاپيءَ جي قيمت -/5 روپيا ۽ اُڇي ڪاپي -/10 رکيل آهي. امر جليل نمبر ۾ مولانا غلام محمد گرامي، نسيم کرل، زيب پيٽي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، عبدالقادر جوڻيجي، مهتاب محبوب، ممتاز مهر، مير محمد پيرزادي، عنايت بلوچ، طارق اشرف، امداد حسيني، قمر شهباز ۽ ٻين جا امر جليل جي فن ۽ شخصيت تي مضمون ۽ تاثر ڇپيل آهن. هي نمبر ڊائجسٽ سائيز جي 293 صفحن تي مشتمل آهي.

هڪ ٻيو امر جليل نمبر شاهه لطيف چيئر جي ٽماهي جرنل "ڪلاچي" جو پڻ جون 2008ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

**امر ساهڙ**: امر ساهڙ جو اصل نالو غلام قادر ولد محمد صديق آهي، هي



5 فيبروري 1962ع تي ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ ٿاڏات ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي (سنڌي) ۽ بي. ٽي. سي. ايس. امر. سئو شاعر ۽ نثر نويس آهي، 1987 کان لکڻ شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جو مجموعو (اکين ۾ اُلڪا) 2004ع ۾ ڇپيل ايس. ان کانسواءِ مختلف اخبارن، رسالن ۾ مضمون،خاڪا، تاثر وغيره لکندو رهي ٿو. پيشي جي لحاظ کان استاد آهي. سنڌي ادبي سنگت شاخ نئين ڪوٽ جو سيڪريٽري پڻ آهي، ريڊيو پاڪستان مٺيءَ تي 2005ع کان وٺي ڪمپيئرنگ پڻ ڪري ٿو هن وقت ڳوٺ نبي سر ساهڙ لڳ نئون ڪوٽ ۾ رهائش پذير آهي.

**امر سنڌو**: سنڌي ٻوليءَ جي ليکڪا ۽ شاعره جو اصل نالو سلميٰ آهي. سندس والد جو نالو حسين بخش لغاري آهي ۽ سندس جنم، ڳوٺ دودي خان لغاري تعلقي ميرپورخاص ۾ 28 آگسٽ 1968ع تي ٿيو ڊبل ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي آهي. هن وقت سنڌ يونيورسٽي جامشوري جي ڊپارٽمينٽ آف فلاسافيءَ جي چيئرپرسن آهي. سندس مستقل رهائش سيٽلائيٽ ٽائون، ميرپورخاص ۾ آهي امر سنڌو باشعور ۽ باصلاحيت ليکڪا آهي. هن جي شاعري، مضمون ۽ ڪالم مختلف رسالن، اخبارن ۽ ڪتابي سلسلن ۾ ڇپجندا رهندا آهن. اڪثر ادبي ڪانفرنس ۾ مقالا پڙهندي رهندي آهي ۽ سخت



نقاد ۽ باشعور ليکڪا طور مڃتا حاصل ڪري چڪي آهي. سنڌي، اردو ۽ انگريزي ادب تي سٺي دسترس رکي ٿي ۽ سماجي ۽ ادبي حوالي سان نهايت سرگرم ڪارڪن آهي. عورتن جي سڄاڳيءَ ۽ سندن حقن لاءِ هر وقت پاڻ پتوڙيندي رهي ٿي. سندس ڪجهه شاعري شيخ اياز جي نوٽ سان "ڏيٺا ڏيٺا لاٽ" ۾ ڇپيل آهي ۽ هڪ شعري مجموعو ڇپائيءَ جو منتظر آهي.

**امر شهيد اندرا گانڌي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر ارجن "سڪايل" آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ 170 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 40 رپيا آهي. سال 1985ع ۾ سنڌي ڪتاب گهر الهاس نگر 5، بمبئيءَ طرفان ڇپايو ويو.

**امرڪس جي جنگ**: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽن ۾ نااتفاقي پئجي ويئي، ميان عطر خان، احمد يارخان ۽ مقصوديءَ گڏجي روهڙيءَ جي پرواري واهه امرڪس وٽ ميان غلام شاهه سان جنگ ڪئي، پر شڪست کاڌائون. ميان عطرخان قنڌار ڏانهن دانهن کڻي ويو اتان نااميد ٿي بهاولپور جي دائودپوٽن ۽ اتي جي خيرپائي سردارن کان مدد وٺي جنگ ڪرڻ آيو پر اباوڙي وٽ شڪست کاڌائين. ميان غلام شاهه دبدبي سان حڪومت ڪئي. هن واپار جي ترقي لاءِ 1758ع ۾ اورنگابندر جي ويجهو شاهبندر تعمير ڪرايو.

**امرڪس واهه**: امرڪس واهه، جيڪو روهڙيءَ جي پرسان هو ان لڳ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي پٽن ميان غلام شاهه ڪلهوڙي سان جنگ ڪئي.

**امرڪوٽ – عمرڪوٽ**: هيءَ وسندي/شهر 25°22′ اتر ويڪرائي ڦاڪ 69°47′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ٿر ۾ آهي. ميرپورخاص کان 46 ميل اوڀر ۾ ٺيڪ ان جاءِ تي آهي جتان واريءَ جون پٽون شروع ٿين ٿيون. هي شهر پنهنجي قلعي سبب مشهور آهي؛ جيڪو پرمار سوڍي تعمير ڪرايو هن تي پوءِ سومرن قبضو ڪيو ورري 1226ع ۾ سوڍن جي هٿ ۾ رهيو راجپوتن. همايون ڪي هتي پناهه ڏني ۽ اڪبر بادشاهه جو جنم ٿيو. ڪلهوڙن جي دور ۾ عمرڪوٽ ميان نورمحمد جي قبضي هيٺ هو جنهن ڪي ڪلهوڙن جوڌپور جي راجا کي وڪيو 1813ع ۾ ميرن هي شهر واپس ورتو. سنڌ تي انگريزن جي حڪومت دوران، هن کي ضلعي هيڊ ڪوارٽر جو درجو مليو. قلعو سرڪاري سنڀال هيٺ آهي.

تاريخ ڏسائي ٿي ته امرڪوٽ سنڌ جي انهن چند شهرن مان آهي، جيڪي



سنڌ جا تمام قديم ۽ آڳاٽا آهن. امرڪوٽ ٿر ۽ سنئين زمين جي ڪس تي آهي، هن شهر جي ايراضي ڪنهن دور ۾ تقريباً چوڏهن پندرهن ميلن ۾ پکڙيل هئي. پراڻي امرڪوٽ جا آثار 'شو' جي مندر کان وٺي ڏياتيهه تائين نظر اچن ٿا. هن شهر کي ڪڏهن "ديهات" جي نالي ته ڪڏهن "همروٽ"، ڪڏهن "پدمات" ته ڪڏهن "امراٿو" ۽ ڪڏهن "امراپري" جي نالي سان سڏيو ويو آهي، ليڪن هن وقت عمرڪوٽ جي نالي سان مشهور آهي. جيڪو سراسر غلط آهي، هن شهر کي عمر سومري جي نسبت سان عمرڪوٽ برٽش دور کان سڏيو ويو حالانڪ

عمر سومري جو امرڪوٽ جي شهر ۽ قلعي سان ڪو بہ واسطو نہ آهي. تاريخ جا قديم ماخذ "تاريخ فرشتہ"، "آئين اڪبري"، "اڪبر نامہ"، "شاهجهان نامہ" ۽ ٻيا مصنف انهي ڳالهہ تي متفق آهن تہ هن شهر جو نالو امرڪوٽ آهي.

امرڪوٽ جي تاريخ ۽ روايتن کي مد نظر رکي اهو چئي سگهجي ٿو تہ هي شهر قبل مسيح ۾ بہ آباد هو. خاص ڪري ٻڌ ڌرم واري دور ۾ هي شهر اوج تي هو. جوڳرائي جو تلاءُ ان دور جي مشهور يادگار آهي، چون ٿا تہ هن شهر جي پر ۾ لامبي تلاءُ جي سر تي ۽ جوڳرائي جي ڪپر تي مهاتما ٻڌ جي پوئلڳن اچي چلا ڪديا. جنهن ڪري اتي هڪ شاهي قلعو مهاراجہ وڪرما جيت ٺهرايو. هي شهر مهاراجہ وڪرما آباد ڪيو. ليڪن هتي انسان ذات جي وسنديءَ جا آثار ان کان بہ قديم آهن. ان قديم دور جي آثارن ۾ هڪ "جوڳرائي" جو تلاءُ ۽ ٻيو 'شو' جو آستان آهي. انهيءَ 'شو' جي مندر وٽ برهمڻ آباد هئا. گڏوگڏ يڪشوئن جو بہ زور هو. شِو جو مندر پٽن واري زمين تي آهي ۽ انهن واري جي دڙن مان ٻڌ ڌرم جي دور جا مٽڪا اڄ بہ عام جام ملن ٿا. تحقيق بعد اهو معلوم ٿيو تہ امرڪوٽ جو شهر قديم آهي ۽ لڳ ڀڳ امر ڪوٽ جو قلعو بہ ايترو ئي پراڻو آهي، ڇهين صدي جي آخري ڏهاڪي ۾ هن شهر تي پرمار راجائن جي حڪومت هئي، انهن راجائن جي حڪومت کي يارهين صدي عيسوي ۾ حاڪم حمير سومري ختم ڪيو هن قديم شهر کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ هن شهر ۾ بادشاهہ جلال الدين محمد اڪبر جي ولادت ٿي.

**امرلعل پچناولي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چوهڙمل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 24 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڇاپايل آهي. مولچند وشنداس هن ڪتاب جو ڀيرون ڇاپو حيدرآباد پائينبند پريس مان سال 1941ع ۾ ڇپايو.

**امرلعل هنگوراڻي**: سنڌي زبان جو عظيم ڪهاڻيڪار امرلعل ولد وسٽمل هنگوراڻي، ڪاهي راهو (ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم نوابشاهہ ۾ ورتائين. هن 1930ع ۾ ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان بي. اي ڪئي. ان کان پوءِ ايل ايل بي ڪراچيءَ مان ڪري وڪالت شروع ڪيائين.

امرلعل هنگوراڻيءَ کي حقيقت نگاريءَ تي ٻڌل جديد ڪهاڻي نويسيءَ جي فن جو باني چيو وڃي ٿو. ورهاڱي کان اڳ سندس ڪهاڻيون 'ڦلواڙي'، 'ساقي'، 'مهراڻ'، 'آشا' ۽ 'سنڌو' رسالن ۾ شايع ٿيون ۽ عوام ۾ تمام گهڻيون مقبول ٿيون. پاڻ ڪهاڻي نويس هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سٺو مضمون نگار پڻ هو. "ميرمحمد عربي" جي نالي سان حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي سوانح حيات لکيائين. جيڪو ڪتاب ورهاڱي کان اڳ شايع ٿيو هن 1930ع ۾ 'ڦلواڙي'، 'مخزن' ۽ 1940ع ۾ 'ساقي' رسالا جاري ڪيا.

امرلعل هنگوراڻيءَ جي ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان" عالمي معيار جي ڪهاڻي آهي، جيڪا ڪيترين زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪي آهي. سندس ان ڪهاڻيءَ واري عنوان سان ڪهاڻين جو مجموعو ڪيترا ڀيرا سنڌ ۽ هند ۾ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪو آهي.



**امر لغاري**: سندس اصل نالو محمد يعقوب آهي، هي 30 اپريل 1965ع تي ڳوٺ حاجي احمد خان لغاري، تعلقي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو هن ايم. اي (انگريزي ادب 1992ع) ۾ ڪئي ۽ هن وقت شهيد صبغت الله شاهہ ڊگري ڪاليج سانگهڙ ۾ ليڪچرار آهي. هي مشهور مضمون نگار، ڪهاڻيڪار ۽ شاعر آهي. سندس تصنيفن ۾ "جاڳ" (شاعري ۽ ڪهاڻيون 1993)، "لٽ اوراڻي دنيا"، "جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو". (مشاهداتي مطالعو 2003)، "موکي" (ناوليٽ 2005) ۽ "تاري جي ڪناري" (2005) شامل آهن.

**امرناڻي: نک (پوڏيجا)**: هي پرمار سوڍن راجپوتن مان آهن، سندن نکڙيات سوٽ نوشهري فيروز تعلقي ۾ آهن. جن مان "ڦلواڻي" آکهہ وارا مکيہ آهن. هي ڳوٺ ڀان تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هئا، پر هاڻ ٽڙي پکڙي ويا آهن. سيٺ امر ڏنومل تنومل جنهن جي نالي پٺيان هي سڏجن ٿا، سوپڪٽ هوندو هو سندس اولاد مان ڪي سيٺ وشنداس مانجهوءَ واري وٽ گماشتا هوندا هئا ۽ اڄ تائين منجهائن ڪي سيٺ وشنداس جي آکهہ وارن سان اڳيون ناتو هلائيندا اچن. هن آکهہ وارن مان ڪي جدا جدا نوڪرين ۾ آهن ۽ ڪي دڪانداري ڪندا آهن.

**امروٽ شريف**: هيءُ ڳوٺ تعلقي ڳڙهي ياسين جي ديهہ امروٽ ۾ آباد آهي، جنهن ۾ امروٽ شريف کان علاوه 'ڪلر آباد' (جت) ۽ 'ساهڙ' ڳوٺ بہ آهن. هتي پرائمري ۽ هاءِ اسڪول موجود آهي. هتي اسپتال جي سهوليت بہ موجود آهي. هيءُ ڳوٺ مشهور سياسي ۽ ديني شخصيت سيد تاج محمود امروٽيءَ جي ڪري مشهور آهي، جنهن کي عام طرح مولانا تاج محمود امروٽي جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.

هن ڳوٺ ۾ مشهور تاريخي مدرسو آهي، جنهن جو باني مولانا تاج محمود امروٽي هو. جنهن اهو مدرسو 1308هہ/ 1890ع ۾ قائم ڪيو. مولانا صاحب مدرسي جي سنڀال ۽ درس لاءِ وقت جي وڏي عالم مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي مهتمم مقرر ڪيو.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ امروٽ ۾ مولانا امروٽيءَ جي زيرنگرانيءَ ڀريائين ديني درسگاهہ کولي، جنهن ۾ سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جا شاگرد پڙهڻ آيا. هن مدرسي جو نالو "دارالعلوم قاسميہ" رکيو ويو. سيپٽمبر 1923ع ۾ ان کان پوءِ مولوي عبدالرئوف سومرو مرزاپوري، مولوي يارمحمد سومري مرزاپوري، مولانا عبدالعزيز ٽريچاڻي (ضلعو ٺٽو)، مولانا احمد علي لاهوري، مولانا خوش محمد (ميروخان ضلعو لاڙڪاڻو) وغيره جا نالا. ان مدرسي جي شاگردن ۾ قابل ذڪر آهن. جيڪي پنهنجي وقت جا فياض ۽ جيد عالم بہ ٿي گذريا آهن. امروٽ جي دارالعلوم جي ٻي اهم خصوصيت اها هئي، جو ٻين علمن سان گڏ طالب علمن ۾ وطن جي حب، آزاديءَ ۽ جهاد جو جذبو بہ پيدا ڪيو ويندو هو. هن مدرسي مان فارغ التحصيل عالمن، سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر ديني ۽ قومي اصلاح لاءِ نمايان ڪم ڪيو. مولانا امروٽيءَ جي شاگردن ۽ مريدن ۾ شاهہ ولي الله جي تعليم ايڏو اثر ڪيو، جو سنڌ مان بدعت ۽ بداعتقاديءَ جي پاڙ پٽجي وئي.

**امروهي**: 'امروهي' راڳ جو هڪ اصطلاح آهي. هارمونيم ۾ 'نڪاد' جي سر کان موٽي 'ڪرج' تائين اچڻ کي امروهي چيو ويندو آهي.

**امروهي**[2]: 'امروهي' ذات بہ آهي جيڪا ڀارت جي شهر امروها جي نسبت سان ٺهي آهي. اردوءَ جو شاعر ۽ قطعہ نگار رئيس امروهي مشهور اديب ٿي گذريو آهي. سندس ٻيو ڀاءُ ڪمال امروهي هندستان ۾ وڏو فلم پروڊيوسر رهيو آهي جنهن ميناڪماريءَ سان شادي ڪئي هئي.

**امڙ** (ناول): مئڪسم گورڪيءَ جي جڳ مشهور ناول "Mother" جو سنڌي ترجمو محمد عثمان ڏيپلائي اول ماهوار "انسان" ۾ قسط وار هلايو ۽ پوءِ 1957ع ۾ انهيءَ کي ناول جي صورت ۾ شايع ڪيو. ڪتاب ۾ جملي 300 صفحا آهن. اسلاميہ دارلاشاعت حيدرآباد طرفان شايع ڪيل هن ڪتاب جي ڇئن حصن جي قيمت 4.00 رپيا آهي.

**اُم ڪلثوم (مصري ڳائڻي)**: اُم ڪلثوم 4 مئي 1904ع ۾ مصر جي ڳوٺ تميزبحرا ۾ ڄائي. ننڍپڻ کان ڪيس ڳائڻ جو بيحد شوق هو سندس والد امام ڪيس قرآن شريف پڙهايو ۽ 12 سالن جي عمر ۾ هوءَ حافظ قرآن بڻي سورنهن سالن جي عمر ۾ هن ڪي قاهره ۾ ابو لالا محمد ۽ ذڪريا احمد پاڻ سان گڏ ڳائڻ جي آڇ ڪئي. اهي ٻئي پنهنجي وقت جا تمام وڏا ڳائڪ هئا. 1923ع ۾ ڪيس باقاعده دعوت ملي. قاهره ۾ هن پنهنجي فن جو بهترين مظاهرو ڪيو ۽ اوارڊ حاصل ڪيو اتي سندس ملاقات وڏي شاعر احمد رامي سان ٿي، جنهن هن لاءِ 137 گيت لکيا. هن شاعر ڪيس فرانس ۾ به متعارف ڪرايو ساڳئي وقت مشهور ڪمپوزر اِل ڪسايجي سان به سندس ميل ميلاپ ٿيو جنهن ڪيس عربي ٿيٽر ۾ متعارف ڪرايو. 1932ع ۾ هن مشرق وسطيٰ جو دورو ڪيو جنهن دوري ۾ هوءَ دمشق بغداد، بيروت ۽ ٽريپوليءَ وئي. 1948ع جمال عبدالناصر سان تمام ويجهو ٿي. جيڪو اڳتي هلي مصر جو صدر بڻيو جلد هيءَ عرب جي قوم پرست ڳائڻن واري انجمن ۾ شامل ٿي ويئي ۽ هن جمال عبدالناصر جي نظرين کي عوام تائين ڳائڻ وسيلي پهچايو ام ڪلثوم ايتري حد تائين مقبول وئي، جو جڏهن مهيني ۾ هڪ ڀيرو هوءَ ريڊيو تي ڳائيندي هئي، ته سندس ڪلام ڪان پوءِ سرڪاري ايجنداڻون نشر ڪيون ويندون هيون، جو ته مهيني جي هر پهرين خميس تي هوءَ ريڊيو تي ڳائيندي هئي ۽ ماڻهن جا حشام گهٽين، هوٽلن ۽ تفريح گاهن ۾ ڪيس ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئا. اتي ڪو به پيغام ماڻهن تي بيحد اثر ڇڏيندو هو.



هي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳائيندي هئي. سندس ڪلام ۾ پيار محبت ۽ قومي ٻڌيءَ جا ويچار هوندا هئا. هن ڳائڻ کان سواءِ اداڪاريءَ ۾ حصو ورتو 1953ع ۾ هن هڪ ڊاڪٽر حسن اِل هفنوئي سان شادي ڪئي، جنهن ۾ شرط رکيل هو ته هوءَ جڏهن به چاهيندي ته ڪانئس طلاق وٺي سگهندي. کين ڪو به اولاد نه ٿيو 1967ع ۾ هو Nephritis جي بيماريءَ ۾ وڪجي ويئي. ام ڪلثوم نيل جي محل ۾ آخري دفعو 1972ع ۾ ڳاتو ڪيس سرڪاري طور علاج لاءِ آمريڪا به موڪليو ويو پر 1975ع ۾ هي عظيم آواز دنيا کي هميشه لاءِ ڇڏي ويو. سندس وفات 3 فيبروري 1975ع تي قاهره جي اسپتال ۾ ٿي. سندس جنازي ۾ اٽڪل 65 لک ماڻهن شرڪت ڪئي. هن جي ڳائڪي جي انداز نه رڳو عرب دنيا کي متاثر ڪيو پر مغرب وارن به سندس ڳائڻ جي انداز کي پنهنجو ڪيو ام ڪلثوم جون ڪيترين ئي ڪيسٽون مارڪيٽ ۾ آيون، جيڪي ماڻهو اڄ ڏينهن تائين وڏي شوق سان ٻڌن ٿا.

**امَلُ**: آفيم، پُست جي ڏوڏيءَ مان نڪتل رس. تفصيل لاءِ ڏسو "آفيم"

**آملداس/ املتاس**: هڪ قسم جو وڻ آهي، جيڪو شهتائيءَ جي ڪري گهرن جي اڳيان ۽ رستن تي پوکيو ويندو آهي. هن وڻ جي ڦري آڱر ڪان قدري ٿلهي ۽ هڪ فوٽ کن يا اُن کان ٿوري وڏي ٿيندي آهي، ڦري اول سائي ٿيندي آهي، پوءِ ڪارسري رنگ تي ٿيندي آهي. ڦريءَ کي سڪڻ کان پوءِ "چمڪٽي" چيو ويندو آهي.

چمڪٽيءَ کي پچڻ کان پوءِ ان مان ٻج ۽ گول ٽڪليون نڪرنديون آهن. ٻج پسارڪي وکر طور ڪم نه ايندو آهي. باقي ٽڪليون ۽ انهن تي لڳل ڳر دوا



طور ڪم ايندي آهي. طبي لحاظ کان اها ڳر پاٺيءَ ۾ مهٽي ٻيئڻ سان هلڪي جلاب جو اثر ڏيکاريندي آهي. طبيبن جي چوڻ موجب ڪيترين بيمارين ۾ فائدو ڏيندي آهي. چوندا آهن ته اها ڳر گلاب جي پاٺيءَ ۾ مهٽي گرڙيون ڪبيون ته وات جا ڦٽ ڇٽي ويندا.

املتاس، شاعرن جو پسنديده وڻ آهي. شيخ اياز جي غزل جون سٽون آهن:

تي املتاس تان، ڪُوڪَ ڪويل ڪري،
هو پري آ، پري آ، پري آ پري!

**املهہ اُپديش (ڪتاب)**: هن ڪتاب جي مصنف جو نالو چئنچل داس چيلارام آهي. هيءُ ڪرائون سائيز ڪتاب آهي، جنهن ۾ 30 صفحا آهن. قيمت جاٽايل ناهي. هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون، سال 1941ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**املهہ چوپڙي (ڪتاب)**: هن ڪتاب جو ليکڪ ڏيومل ڪلياڻچند هو، جنهن حيدرآباد جي سرسوتي پريس مان هيءُ ڪتاب شايع ڪيو. 24 صفحن جو هيءُ ڪتاب، ليٿو ۾ ڇپيل آهي ۽ 750 ڪاپيون ڇاپيون ويون. ڪتاب جي قيمت هڪ آنو آهي. (ان وقت ۾ هڪ رپئي ۾ 16 آنا هوندا هئا.) هيءُ ڪتاب دتا پرساد پريس، بمبئيءَ مان 1895ع ۾ ڇاپيو.

**املهہ رتن (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب ليکراج ڊالومل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 115 صفحا آهن ۽ قيمت جاٽايل ناهي. ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ منڊل. هيءُ ڪتاب ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1943ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**املهہ علم طبعي (ڪتاب)**: هن ڪتاب جو ليکڪ ڪوڙومل چندنمل ڪلناڻي هو جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي سان لاڳاپيل هو. هن ڪتاب ۾ 301 صفحا آهن. ليٿو ۾ ڇپيل ڪاپين جو تعداد 500 جاٽايل آهي. هيءُ ڪتاب وديا ونود پريس، ڪراچيءَ مان 1863ع ۾ ڇپيو.

**املهہ ماڻڪ (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 285 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا جاٽايل آهي. سنڌي ساهت سوسائٽيءَ هيءُ ڪتاب اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1920ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سال 1968ع ۾ ڇاپيو.

**املين ۽ موالين جا نقل (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب ڪوڙي مل چندنمل ڪلناڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 9 پايون جاٽايل آهي. هيءُ ڪتاب، وڪٽوريہ پريس، لاهور، سال 1892ع ۾ ڇاپيو آهي.

**املين ۽ موالين جا نقل**[2] (ڪتاب): هن نالي سان پهريون ڪتاب "ضيا" جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڇهه پايون ڇاپيل آهي. ڪتاب اسلاميه پريس لاهور مان سال 1896ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مصطفائي پريس، لاهور سال 1900 ۾ ڇپيو.

**امنگ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برڪت علي آزاد ۽ محمد بخش سومري جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپيل آهي. اُن جو ڇاپو ٻهريون ادارا ادب سنڌ، جيڪب آباد يونائيٽيڊ پئڪيجز لميٽيڊ، سکر مان سال 1967ع ۾ شايع ڪيو.

**امنگون** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي صاحب اسلوب شاعر سيد نياز علي شاهه عرف محسن ڪڪڙائي جو هي پهريون ڪرائون سائيز 65 صفحن جو ڪتابڙو، جمعي خان شيخ، نثار ٽاڪيز- خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادوءَ واري اپريل 1960ع ۾ هڪ هزار ڪاپيون ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت صرف 75 پئسا هئي. هڪ خيال جي عنوان سان هن ڪتاب جو تعارف اديب محمد علي 'عيان' دائود پوٽي لکيو آهي. هن شعري مجموعي جو انتساب محسن ڪڪڙائي هنن لفظن ۾ ڪيو آهي. "پنهنجن حريفن جي نالي........ جن جون مهربانيون، وسرڻ جون ناهن". هن ڪتاب تي استاد شاعر احمد خان آصف مصراڻيءَ به پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي. هن مجموعي ۾ غزل، نظم، رباعيون، قطعا، مطلع، فرد ۽ قطعه تاريخ شامل آهن.

**امولڪ پرارٿنائون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جيٺي مل لوڪسنگهه لعلواڻيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 51 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپيل آهي. هيءُ ڪتاب گُر سنگت، حيدرآباد، اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1927ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيون ڇاپو، نئشنل پرنٽنگ، ورڪس حيدرآباد مان 1935ع ۾ شايع ٿيو.

**امونيا** (Ammonia): امونيا عام گرمي پد تي بي رنگ ۽ تيز بوءِ واري گئس آهي. هيءُ آسانيءَ ۽ تيزيءَ سان نڪ جي ناس ۽ ڦڦڙن تائين ويندڙ نسن کي جنبش ۾ آڻي ٿي ۽ ريزش پيدا ڪري ٿي. هن گئس جو ٽهڪڻ پد 4. 33 ۽ جمڻ پد 70. 77 آهي. امونيا کي سولائيءَ سان پاڻياٺيءَ حالت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو.

**امونيم سلفيٽ**: هي هڪ نائٽروجن ياڻ آهي، جنهن ۾ 21 سيڪڙو نائٽروجن ۽ 24 سيڪڙو سلفر هوندو آهي. هن ۾ نائٽروجن، ائمونيا جي صورت ۾ هوندي آهي. ائمونيم سلفيٽ ڪڻڪ، ڪپهه، چانور، ڪمند، مڪائيءَ، پاجين ۽ ميوي وارن ٻوٽن لاءِ اعليٰ ترين ياڻ آهي. هن جو مناسب استعمال زمين جي زرخيزيءَ کي وڌائيندو آهي ۽ سم ۽ ڪلر واريءَ ٻنيءَ لاءِ به بهترين آهي. سنڌ ۾ ائمونيم سلفيٽ ناهڻ جو وڏو ڪارخانو ڏهرڪيءَ ۾ آهي.

**امونيم سلفيٽ نائٽريٽ**: هي هڪ نائٽروجني ڪيميائي ياڻ آهي، جنهن ۾ 26 سيڪڙو نائٽروجن هوندي آهي. اُن مان 5 ء 6 سيڪڙو نائٽروجن، نائٽريٽ جي شڪل ۾ 45. 19 سيڪڙو نائٽروجن ائمونيا جي شڪل ۾ هوندي آهي. هن ياڻ جو مناسب استعمال فصلن لاءِ نهايت فائديمند هوندو آهي.

**امونيم نائٽريٽ**: هي نائٽروجن وارو بهترين داڻيدار ياڻ آهي، جنهن ۾ 36 سيڪڙو نائٽروجن هوندي آهي. اُن نائٽروجن جو 50 سيڪڙو ائمونيا ۽ 50 سيڪڙو نائٽريٽ جي شڪل ۾ هوندو آهي. هي ياڻ ٻين ياڻن جي ڀيٽ ۾ ٻوٽي کي جلدي ملڻ شروع ٿي ويندو آهي، ڇوته هن کي حل ڪرڻ لاءِ تمام ٿوري پاڻيءَ جي ضروت هوندي آهي.

**امهات المؤمنين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عبدالڪريم چشتي شڪارپوريءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 124 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڇاپيل آهي. حڪيم عبدالحق هن ڪتاب جو ڇاپو ٻهريون، همدرد پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1964ع ۾ شايع ڪيو.

**اُمي**: هيءُ لفظ قرآن شريف ۾ آيل آهي، جيئن ته "فَامِنُوا بِاللهِ وَرَسُولِهِ النَّبِيِّ الأُمِّيِّ" (الاعراف). حديثن ۾ به اهوئي لفظ استعمال ٿيو آهي: "نَحْنُ أُمَّةٌ أُمِّيَّةٌ لَا نَكْتُبُ وَلَا نَحْسُبُ" (البخاري) مفسرن جي هڪڙي گروهه لفظ "اُمي" مان "ناخوانده، اڻپڙهيل" جي معنيٰ ورتي آهي. ڪن چيو ته 'اُمي اُهو شخص آهي، جيڪو لکڻ نه ڄاڻندو هجي."

انهيءَ سلسلي ۾ علمائن ڪئين توجيهون پيش ڪيون آهن. 'الزجاج' وضاحت ڪئي ته "اُمي" اهو آهي، جنهن ۾ عرب اُمت واريون صفتون هجن، جيئن ته لکڻ پڙهڻ کان ناواقفيت (نزول قرآن جي زماني تائين) عربن جي خاص صفت هئي، ۽ انهيءَ بنا تي ٻين اُمتن کان جدا هو انهيءَ ڪري گهڻن علمائن "اُميون" (البقره، آل عمران) جو مطلب 'عرب' چيو آهي. ڪن عالمن اُميءَ کي "عامي" سمجهيو آهي، ڇوته 'عامي' اُهو آهي، جيڪو عام ماڻهن جي وصفن وارو هجي. ڪن عالمن، اُميءَ کي 'اُم' (ماءُ) سان منسوب ڪيو آهي، يعني اهو شخص جيڪو ننڍپڻ ۾ پيءُ جي پاڇي کان محروم ٿي، ماءُ يا دائيءَ جي گود ۾ پليو هجي، ۽ ان کي ڪو علم يا فن يا لکڻ پڙهڻ سکڻ جو موقعو نه مليو هجي. انهيءَ ڪري اڻپڙهيل کي به مجازاً 'اُمي' چيو ويندو هو هڪڙو هيءُ به خيال آهي ته اڻ پڙهيل شخص جي حالت اهڙي هوندي آهي، جهڙي ماءُ پيٽان تازي ڄاول ٻار جي، انهيءَ ڪري به اهڙي ماڻهوءَ کي 'اُمي' چيو ويو. ڪن عالمن امام باقر رضہ جو قول نقل ڪيو آهي ته "لفظ 'اُمي' جي نسبت 'اُمّ القريٰ' سان آهي، جيڪو مڪي معظمه جو لقب ۽ نبي سڳوري جي ولادت وارو هنڌ آهي، جيئن ته نبي سڳورو بظاهر پڙهيل نه هو، انهيءَ ڪري ڪين به مجازاً 'اُمي' ڪري سڏيائون.

'اُمي' نبي سڳوري جي نالن مان هڪ مبارڪ نالو آهي. پاڻ نه ڪنهن اُستاد کان لکڻ پڙهڻ سکيائون ۽ نه ڪنهن انسان جي شاگرديءَ ۾ ويٺا. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ سندن وصف هن طرح ڪئي: "هن کان اڳ تون نه ڪو ڪتاب پڙهندو هئين ۽ نه پنهنجي ساڄي هٿ سان ڪجهه لکي سگهندو هئين. نه ته اهي باطل پرست يقيناً شڪ ڪن ها." (العنڪبوت)

بهرحال ابن قُتيبه بيان ڪيو آهي ته حڪمت الاهي اها هئي ته متان مخالف ماڻهو ڪلام الاهيءَ کي نبي سڳوري جي اڪتسابي علم جو نتيجو سمجهن، تنهنڪري 'اُمي' هجڻ واري صفت جڻ ته نبي سڳوري جي مدح آهي، جيڪا ٻين ۾ ناهي.

**امبا** (Amoeba/Ameba): هيءُ هڪ گهرڙي تي مشتمل جاندار ٻيٺل پاڻيءَ جي دٻن ۽ تلائن ۾ رهي ٿو هن جو تعلق فائيلم پروٽوزوا سان آهي. هو خوردبيني (Microscopic) جاندار آهي، خوردبين کانسواءِ ڏسڻ ۾ نه ايندو آهي، پر خوردبينن جي هيٺان هن جي ڪا مستقل شڪل نظر نه ايندي آهي، ڇو ته هي هر وقت پنهنجي شڪل بدلائيندو رهي ٿو هن جو گهيرو اٽڪل هڪ ملي ميٽر جي چوٿين حصي جيترو هوندو آهي. امبا جي بناوت نهايت سادي آهي. سائٽو پلازم جي ٻاهران گهرڙي جو پردو هوندو آهي، جيڪو ان جي حفاظت ڪندو آهي. امبا جي چرپر سان نيوڪليئس به پنهنجي جاءِ مٽائيندو رهي ٿو.



**اميٽر** (Ammeter): اميٽر برقي ڪرنٽ جي پيمائش ڪرڻ واري اوزار کي چئجي ٿو اهو اصل ۾ گئلوانوميٽر ٿي آهي، جنهن جي ٻوروچوٽ زوراڻتي تڏ (resistance) ڪُوائل سان ڳنڍجي ٿي. انهيءَ ٻوروچوٽ کي شَنٽ (shunt) چئجي ٿو.



اميٽر کي هميشه برقي سرڪٽ ۾ بين اوزارن سان سلسليوار ڳنڍجي ٿو، جنهن سان ڪرنٽ جي پيمائش ڪجي ٿي. سرڪٽ ۾ استعمال ٿيندڙ بين اوزارن جي پيٽ ۾ اميٽر جي تڏ بلڪل ٿوري ٿئي ٿي، تنهنڪري سرڪٽ مان گذرندڙ ڪرنٽ ۾ تبديلي نٿي ٿئي.

**اُميد خيرپوري**: مشهور شاعر اميد خيرپوريءَ جو پورو نالو اميد علي ولد زوار علي مراد جمالي آهي. شاعريءَ ۾ "اميد خيرپوريءَ" طور مشهور آهي. هو 14 آگسٽ 1929ع تي خيرپور ۾ پيدا ٿيو اميد خيرپوري اديب عالم تائين تعليم حاصل ڪئي. ڪيس پوليس کاتي ۾ نوڪري ملي ۽ هيڊ ڪانسٽيبل جي حيثيت ۾ رٽائر ٿيو.

هن 1947ع کان شاعري شروع ڪئي. شاعريءَ ۾ "حامي" صاحب سندس استاد هو هن هر صنف تي شاعري ڪئي آهي. ڪيس قطعي يا چوسٽي تي ملڪو حاصل آهي. شاعري گهڻو ڪري پابند يعني علم عروض تي ڪندو آهي. اميد خيرپوريءَ جي ڪلام جو ڪوبه مجموعو ڇپيل نه آهي، پر سنڌ جي سمورين اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس شاعري ڇپجندي رهي ٿي. ان کان سواءِ سندس ڪلام ريڊيو خيرپور تان پڻ نشر ٿيندو رهندو آهي. هن 7 جولاءِ 2007ع تي وفات ڪئي.

**اميد ديرو**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ٽي ڳوٺ 'اميد ديرو'، 'سلطان پٽي' ۽ 'خيرو پٽي' آباد آهن. ڳوٺ اميد ديرو مٿينءَ ديهه ۾ وڏو ڳوٺ آهي، جنهن جي آبادي سون ۾ ٿيندي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

هن وقت سنڌي ادبي سنگت شاخ دادو جي سيڪريٽري طور ڪم ڪري رهيو آهي. مرحوم عادل خيراڻي جي فن ۽ زندگيءَ تي سندس تحقيق تي مبني ڪتاب ڇپائي جي مرحلن ۾ آهي.

**اُميد علي خان**: اُستاد اميد علي خان هڪ مشهور ڳويو ٿي گذريو آهي، سندس تعلق موسيقيءَ جي گواليار گهراڻي سان هو هي حيدرآباد دکن ۾ ڄائو سندس والد استاد پياري خان گواليار مان لڏي حيدرآباد سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو هن گهراڻي جو نسبي تعلق سڌوسنئون تانسين سان آهي. ماضيءَ ۾ ميان مهر بخش ۽ استاد هدو خان وارا هن گهراڻي جا مجيل ڳويا هئا. اُميد علي خان راڳ جي سکيا پنهنجي والد کان ورتي. پوءِ پٽيالا گهراڻي جي استاد عاشق علي خان جو شاگرد ٿيو ان وقت زاهده پروين، مختيار بيگم،



الهڏنو نوناري، ۽ فريده خانم وغيره به استاد عاشق علي خان جي شاگرديءَ ۾ هئا. استاد اميد علي خان جي راڳ ۾ پٽيالا ۽ گواليار ٻنهي گهراڻن جون امتيازي خاصيتون گڏ ٿيل هيون. هن جو اسلوب نهايت سادو ۽ سمجهڻ جهڙو هو اميد علي خان جي رهائش حيدرآباد ۾ هئي. پاڻ ڪيترو ئي وقت ريڊيو پاڪستان، حيدرآباد سنڌ سان لاڳاپيل رهيو 10 جنوري 1979ع تي فالج جي مرض سبب وفات ڪيائين. ڪيس "حسن ڪارڪردگيءَ" جو اعزاز به مليل آهي. هينئر سندس ٻه پائٽيا حميد علي خان ۽ فتح علي خان سندس ميراث کي زنده رکيو اچن.

**اُميد علي شاهه**: اميد علي شاهه جو ڪافي گو شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو پير اميد علي شاهه جي خاندان جو سلسلو ملتان جي غوثيه بزرگن سان ملي ٿو سندس وڏا تعلقي ماتليءَ جي اگهاماڻي شهر ۾ رهندا هئا. پر اميد علي شاهه اڪثر ٽنڊي محمد خان ۾ رهندو هو سال 1285ھ/1868ع ۾ وفات ڪيائين. سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپيل ڪتاب 'ڪافيون' ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**اميد علي شاهه رضوي**: سيد اميد علي شاهه ولد سيد غلام حسين شاهه روهڙيءَ جي رضوي خاندان مان هو سال 1277ھ/1860ع تي ڄائو پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. پينشن تي لهڻ کان پوءِ پير لعل شاهه، تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ وڃي رهيو عربيءَ ۽ فارسيءَ جي ڄاڻ هيس. سندس ڪلام "گلشن ادب" جي نالي سان ڇپيو آهي. هن 4 ذوالقعد 1343ھ/1925ع ۾ وفات ڪئي. ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**اميد علي ڪلهوڙو**: اميد علي ڪلهوڙو ڪافي گو شاعر هو سال 1930ع ڌاري ٿي گذريو آهي. سندس ڪي ڪافيون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن.

**اُميد علي لغاري**: اميد علي پٽ ولي محمد لغاري، ويٺل ڳوٺ جادو لغاري، تعلقو ٽنڊوالهيار، ضلعو حيدرآباد. سال 1328ھ/1910ع ۾ ڄائو ڪافيءَ گو شاعر هو. سنڌي ست درجا پڙهيل هو سندس ڪافين سان گڏ گهڻو ڪلام بيتن ۾ آهي. سندس ڪي ڪافيون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين واري ڪتاب ۾ شامل آهن.

**اميد علي نظاماڻيءَ جو دستخط نسخو**: شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هڪ نسخو، جيڪو سُر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ آهي. هيءُ رسالو پير حسين علي شاهه ڀٽائيءَ پنهنجي مريد اميد علي نظاماڻيءَ کان لکارايو. جنهن ذوالقعد سال 1275ھ/1858ع ۾ لکي پورو ڪيو. اُن ۾ خاتمي واري عبارت هن طرح لکيل آهي ته "تمام شد رساله متبرک منوره از دست ضعیف نحیف بنده امید علی نظاماڻي مرید درگاه شاه صاحب علیه الرحمة موجب ارشاد حضرت جناب فیض مآب مرشدیم حضرت میان حسین علی شاه ڀٽائي دام حیاته و برکاته."

هن نسخي ۾ 34 سُر، 2933 بيت ۽ 213 وايون شامل آهن. ڪاتب هرهڪ سر کي "باب" جي عنوان سان لکي پوءِ سر جو نالو ڏنو آهي، جيئن ته "باب اول در سرود ڪلياڻ"، "باب دويم در سرود جمن"، "باب سويم در سرود ڪنيات" وغيره. نسخي جي حاشين تي هن ڪيترن ئي بيتن جون ٻيون پڙهڻيون به لکيون آهن ۽ ڪٿي ڪٿي حاشين ۾ سڄا بيت ۽ وايون قلمبند ڪيون اٿس. ڪاتب اها پڻ ڪوشش ڪئي آهي ته هو سُر جي هرهڪ فصل کي بيتن جي مضمون مطابق خاص عنوان سان نروار ڪجي، مثلاً سر 'ڪلياڻ' جي هر فصل ۾ آيل مضمون جي مناسبت سان انهن جا عنوان هن طرح لکيائين:

فصل اول: در ذکر توحید

فصل دويم: در ذکر تعریف درد عشق

فصل سويم : در بيان آزار محب

هر سر جي هر فصل يا داستان کي موضوع ۽ مضمون جي لحاظ سان نرواز ڪرڻ طرف، هيءَ هڪ اهم قدم هو. پر ڪاتب ان کان پوءِ ٻين سُرن ۾ اهو سلسلو قائم رکي نہ سگهيو. البت هر سُر جي منڍ ۾ داستانن جو جملي تعداد لکيائين تہ "سرود سري راڳ بہ شش فصل انجاميد" وغيره. جيئن تہ هيءُ رسالو پٽ شاهہ جي پيرصاحب جي هدايت مطابق سندس مريد لکيو، انهيءَ ڪري هن ۾ اهي سڀ بيت شامل ڪيا ويا جيڪي مرشد وٽ قابل قبول هئا.

**آمِيرُ**: عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو سپهہ سالار، حاڪم ۽ فرمانروا جي مفهوم ۾ ڪم آيل آهي. قرآن شريف ۾ "اولي الامر" جي ترڪيب موجود آهي، ليڪن حديث ۾ اهو لفظ گهڻيئي ڀيرا آيو آهي، ۽ اهو اصطلاح بنيادي طور اسلامي آهي. اجتماع جي تعلق سان روايتن ۾ لفظ "امير"، امت اسلاميہ جي سربراهہ اعليٰ جي معنيٰ ۾ آيو آهي. خلافت مديني دوران فوج جي سالارن کي بہ "امير" چيو ويندو هو. بنو اُميہ جي دور ۾ اميرن کي عموماً انتظامي ۽ مالي، مڪمل اختيار مليل هئا. اُهي نماز ۾ امامت ڪندا هئا، عدالت ڪندا هئا ۽ معاهدن جي نگراني بہ ڪندا هئا.

عباسين، انتظامي امور ۾، بنو اُميہ جي روايتن تي عمل جاري رکيو. امير حڪومت جي نظام ۾ اهم حيثيت جو مالڪ هو، ليڪن چوٿين صدي هجريءَ ۽ ان کانپوءِ آهستي آهستي فوجي حڪومتون قائم ٿيڻ لڳيون، جنهنڪري امن امان ۽ ٻين اهڙن معاملن ۾ امير جي بدران بادشاهہ/ حاڪم مسئلن ۽ معاملن جو مرڪز بنجي ويو. سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن کي پڻ 'امير' سڏيو ويندو هو. جيڪو لفظ پوءِ ڦري 'مير' ٿيو.

**اميرآباد**: هن نالي سان جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ ديهہ ۽ ڳوٺ آباد آهن: ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ امير آباد، لهڙو ڪُوٽهڙ ۽ اميربخش ميرالي نالي ڳوٺ آباد آهن. تعلقي ڳڙهي خيري جي ديهہ "امير آباد" ۾ هڪ ڳوٺ، هتي پرائمري اسڪول ۽ اسپتال موجود آهي. ٻيو ڳوٺ تعلقي شڪارپور جي ديهہ "باريءَ" ۾ آهي، هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن.

**امير بخاري**: امير بخاري سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر، ليکڪ، صحافي ۽ مضمون نگار آهي. سندس پورو نالو امير علي شاهہ ولد جعفر علي شاهہ آهي. هو ٻهرين ڊسمبر 1941ع تي گهوٽڪي تعلقي جي ڳوٺ هيرڙي بخارا لڳ ماٿيلي، مومل جي ماڙيءَ ۾ پيدا ٿيو.



هن سنڌي فائنل سان گڏ مئٽرڪ، اديب فاضل سنڌي، اديب فاضل اردو ۽ انٽر ڊرائنگ جي تعليم حاصل ڪئي. امير بخاري گهڻو وقت پرائمري اسڪول جو استاد پڻ رهيو. هن 1965ع کان لکڻ شروع ڪيو. سندس لکڻيون، سنڌيءَ، اردوءَ سرائڪيءَ ۽ پنجابيءَ ۾ ڇپجنديون رهيون آهن، جيڪي نثر توڙي نظم ۾ آهن.

مرحوم رشيد احمد لاشاري، مرحوم سردار علي شاهہ ۽ مخدوم غلام محمد امير بخاريءَ جا استاد هئا. هيل تائين مختلف موضوعن تي سندس ست ڪتاب ڇپجي چُڪا آهن، جن ۾ هڪ سندس ڪهاڻين جو مجموعو آهي. آخري عمر ۾ مٿس فالج حملو ڪيو ڪجهہ سال بيماريءَ کي منهن ڏيئي، 25 جنوري 2007ع تي وفات ڪري ويو. هن گهوٽڪيءَ ۾ ڪيترائي صحافي تيار ڪيا، جيڪي اڄ صحافتي دنيا ۾ موجود آهن. جن مان جيوترام ، الهورايو بوزدار ۽ ٻيا اهم آهن.

**اميربخش "امير" قريشي**: اميربخش قريشي ولد امام بخش، شڪارپور ۾ 1906ع ڌاري ڄائو. شاعريءَ جو آغاز 1930ع کان ڪيائين. امير قريشي مشهور شاعر ۽ نثر نويس ٿي گذريو آهي. شڪارپور ۾ ئي کيس ادبي ماحول مليو ان ڪري هن 20 سالن جي ڄمار کان شاعري شروع ڪئي ۽ ادبي محفلن ۾ حصو وٺڻ لڳو. خوراڪ کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد سرشار عقيلي هو. پاڻ "محفلِ احباب" جو صدر، "جمعيت الشعراءِ" سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ۽ ڪيترن ئي ادبي ادارن جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. سندس تصنيفن ۾ 'جهنگل' (ناول)، 'انور' (ناول)، 'بياضِ امير' (شاعري) ۽ 'شڪوه جواب شڪوه' (شاعري) جو ترجمو قابل ذڪر آهن. پر اهي ڪتاب اڃا شايع نہ ٿيا آهن. خوراڪ کاتي ۾ هڪ اعليٰ عهدي تان رٽائر ڪري، ڪجهہ وقت شڪارپور ۾ سڪونت پذير ٿيو بعد ۾ ڪراچي منتقل ٿيو. پاڻ نهايت ئي نيڪ ۽ مهمان نواز طبيعت جو مالڪ هو. 1978ع ڌاري وفات ڪيائين.

**امير بخش ڀٽو**: امير بخش ڀٽو جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي سئوٽ ۽ پيپلز پارٽيءَ جي پهرين حڪومت واري دور ۾ مقرر ٿيل سنڌ جي اڳوڻي گورنر ۽ وڏي وزير ۽ سياستدان ممتاز علي ڀٽي جو پٽ ۽ سنڌ نيشنل فرنٽ جو وائيس چيئرمين آهي. هي هڪ دفعو سنڌ اسيمبلي جو ميمبر پڻ رهيو آهي. هن بي اي بڪنگهم يونيورسٽيءَ مان ۽ ايم. فل بين الاقوامي تعلقات ۾ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان ڪئي. سندس ٿيسز جو عنوان هو "1971ع واري پاڪ-ڀارت جنگ ۾ سپر پاورس جو ڪردار". هن مختلف انگريزي سنڌي اخبارن ۾ ڏهن کان وڌيڪ مضمون پڻ لکيا آهن.



**امير بخش فقير** (راڳي): امير بخش 1918ع ڌاري ڄمڙائو واهہ جي دلور موريءَ لڳ ڳوٺ الهہ يار خان ڪلوئي ۾ ڄائو. پاڻ اصل نسل زميندار هو. ذات جو ڪلوئيءَ هو. پر زميداري ڇڏي يڪتارو ۽ ڪرتال هٿ ۾ کنيائين. يڪتارو اهڙو تہ سر سان وڄائيندو هو. جو ان جي تند جو سوز وجود ۾ پيهي ويندو هو. هيراٿيءَ واري پريل فقير جو مريد ٿيو. فقير صاحب کي شاعري ۽ راڳ پنهنجي والد کان ورثي ۾ مليو هو. جيڪو منٺار فقير جو شاگرد هو. ائين منٺار فقير سندس ڏاڏو مرشد ليکبو. هن منٺار فقير کي بہ ڏاڍو ڳايو 1958ع ڌاري ريڊيو تي پهتو. پاڻ ڪافي ڳائڻ جي لحاظ کان منفرد انداز رکندڙ هو. يڪتاري سان گڏ ڪرتال، گهڙو، ڍولڪ ۽ دنبورو کڻندو هو. سندس ڳچيءَ ۾ ڪنلو ڳيڙو پٽڪو، ڳيڙو رنگ جو ٻهراڻ پاتل سدائين. صوفياڻي سفر ۾ هوندو هو. سندس انداز جو يڪتاري ۽ ڪرتال تي ڪافيون ڳائيندڙ فنڪار سنڌ اڃا پيدا ڪري نہ سگهي آهي. پاڻ دم جي بيماريءَ ۾ سال 1986ع ۾ وفات ڪري ويو.



**امير بخش "نظر" سنڌي:** سنڌي ٻوليءَ جو اهم شاعر نظر سنڌي اصل نالو اميربخش عالماڻي، ڀهرين اپريل 1933ع تي موري جي پرسان ڳوٺ جهان خان عالماڻيءَ ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو جان محمد عالماڻي هو. ابتدائي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ کان حاصل ڪيائين. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري، 1947ع ۾ تعليم کاتي ۾ ملازم ٿيو. نظر سنڌيءَ جي غزل ۾ نزاڪت ۽ نازڪ خيالي سمايل آهي. سندس غزل ۾ سنڌ جي ٻين گھڻن شاعرن جي ڀيٽ ۾ فصاحت، سلاست ۽ رواني وڌيڪ آهي. پاڻ سنڌي غزل جو اهم شاعر هو. درس تدريس سان گڏوگڏ شاعريءَ سان جنون جي حد تائين پيار ڪندو هو. نوابشاهه جي ادبي سرگرمين جو اصل باني نظر سنڌي هو ۽ استاد شاعر جي حيثيت رکندو هو. سنڌي ادبي سنگت، نوابشاهه جو سرگرم ميمبر هو. مشهور شاعرن بردي سنڌي، نور عباسيءَ ۽ منظور حسين قريشيءَ سان گڏ سنگت جي گڏجاڻين ۾ حصو وٺندو هو. سندس وفات 20 نومبر 1967ع ۾ ٿي.

**امير بيگم ڀُٽو:** شيرين امير بيگم ڀٽو، اڳوڻي وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀُٽي جي ڀهرين گھر واري ۽ سئوٽ هئي. سندن شادي 1951ع ۾ ٿي.



امير بيگم، بينظير ڀٽو سان گڏ اليڪشن جي ڏينهن

جڏهن ڀٽو صاحب 23 سالن جو هو ۽ بمبئي ۾ زير تعليم هو جڏهن پاڻ اعليٰ تعليم لاءِ لنڊن روانو ٿيو ته هوءَ نئين ديري موٽي آئي ۽ ان بعد اتي ئي رهڻ لڳي. کيس ڪو به اولاد نه هو. هن لبنيٰ نالي هڪ ڇوڪريءَ کي گود ورتو. جيڪا هن وقت سعودي عرب ۾ رهي ٿي.

جڏهن ڀٽي صاحب کي موت جي سزا ٻڌائي وئي هئي ته ان وقت هن 8 ۽ 28 مارچ تي ساڻس راولپنڊي جيل ۾ ملاقات ڪئي هئي.

شيرين امير بيگم کي بينظير ڀٽو، مرتضيٰ ڀٽو، شاهنواز ڀٽو ۽ صنم ڀٽو سان ڏاڍو پيار هو. 1988ع ۾ جڏهن بينظير ڀٽو پهريون دفعو چونڊون لڙيون ته تڪ ۾ ڪيترن هنڌن تي هوءَ ساڻس گڏ ورڪ ڪرڻ به وئي هئي. هوءَ 19 جنوري 2003ع تي دل جي دوري پوڻ سبب چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج اسپتال ۾ گذاري وئي. کيس ڳڙهي خدا بخش ۾ ڀٽي خاندان جي اباڻي قبرستان ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي جي قبر جي ويجهو دفنايو ويو.

**امير پير جي ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي دادو ۾ آهي. سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي آهي. جيتوڻيڪ هن وقت هي ڍنڍ مڪمل سڪي وئي آهي، پر سندس اوج واري دور ۾ هر قسم جي مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار ٿيندو هو ۽ ڍنڍ مختلف ڏيهي توڙي پرڏيهي پکين جي آرامگاهه رهي آهي.

**امير پير جي غار:** جهمپير کان، پنج ميل ڏکڻ طرف امير پير جي غار موجود آهي، جتي هر سال نومبر مهيني ۾، اسماعيلي خواجن جو ميلو لڳندو آهي. هن جاءِ تي، آغاخان پهرين، آغا علي شاهه جو محلات پڻ ٺهيل آهي.

**امير پير جي مزار:** اسلامي دور جي هيءَ مزار ڳوٺ اميناڻي، شهر دادو کان اٺ ميل اوپر- ڏکڻ ڪنڊ تي دادو ڪئنال جي وٽ سان آهي. امير پير کي "راجل وير" ڪري سڏيندا آهن. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هن درگاهه تي گھڻو انگ هندن جو ايندو هو. درگاهه جو قبو پڪو ٺهيل آهي ۽ وقت به وقت ان جي مرمت ٿيندي رهي آهي، ان ڪري اصل آثار مٽجي ويا آهن. هينئر هيءَ گادي اميناڻين جي سيدن وٽ آهي. روايت آهي ته سندس والد جو نالو نواب آڏڙو هو. جنهن جي مزار پڻ دادوءَ شهر جي اولهه ۾ ڇئن ميلن تي ٿيندي. ذات جو ٻنهور ڄاڻائجي ٿو.

**امير حسن (راڳي):** امير حسن 11 نومبر 1957ع ۾ صدر حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس خاندان ۾ اڳ ۾ ڪو به ڳائڻو ڪو نه هو. پاڻ پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم حيدرآباد مان، ايل. ايل. بي ۽ ايم ايس سي (فزيالوجي) 1982ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1980ع ۾ حيدرآباد ريڊيو تي رڪارڊ ٿيو ۽ بعد ۾ ٽي وي لاءِ ڳايائين. ٽي وي جي ڇهڇٽو پروگرام لاءِ الاهي مزاحيه رڪارڊ ڪرايائين. امير حسن، مهدي حسن جي گَهٽ ۾ پلوڙ ڳائڻو آهي. امير حسن پاپ ميوزڪ به ڳائيندو آهي. سندس ٻه ٽي ڪيسٽون سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ آيون آهن. پاڻ به سٺو ڪمپوزر آهي. استادن ۾ پروفيسر نجمي رضويءَ جو شاگرد آهي، جنهن ميوزڪ ۾ آمريڪا مان ڊپلوما ڪئي آهي. استاد فتح علي خان کان به سکيو اٿس. کيس مهدي حسن، استاد منظور علي خان ۽ محمد يوسف وٽڻدا آهن. هن کي ڪيترا اوارڊ مليا آهن. جهروڪ فن دوست اوارڊ (1994ع)، مهراڻ آرٽس اينڊ ڪلچر اوارڊ (1996ع) ۽ سنڌ فنڪار تنظيم پاران اوارڊ (1996ع) ۽ پاڪستان فن دوست سوسائٽي طرفان "نشان - امتياز" (1997ع).

**امير حيدر شاهه:** سنڌ جي قومپرست سياستدان جي ايم. سيد (غلام مرتضيٰ) جو وڏو فرزند سيد امير حيدر شاهه، سال 1933ع ۾ سن شهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي شهر سن ۾ حاصل ڪيائين ۽ بعد ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ امداد محمد شاهه سان گڏ ڪجهه عرصو علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي نگرانيءَ ۾ ڪراچيءَ ۾ تعليم ورتائين. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ انگلنڊ ويو. هيءُ اهو زمانو هو جڏهن سندس والد محترم سائين جي. ايم. سيد، ون يونٽ جي مخالفت سبب جيل ۾ هو. امير حيدر شاهه جي انگلنڊ ۾ اعليٰ تعليم لاءِ وڃڻ سبب سندس ننڍو ڀاءُ سيد امداد محمد شاهه، باوجود خواهش جي، ميڊيڪل ۾ پڙهائي برقرار رکي نه سگهيو ۽ پيءُ ۽ ڀاءُ جي غيرموجودگيءَ ۾ زمينداري سنڀالڻ لڳو.

امير حيدر شاهه ولايت مان اعليٰ تعليم حاصل ڪري واپس وطن اچڻ تي پنهنجي زمين جي سنڀال ۽ زميداري معاملن تي ڌيان ڏنو. سندس والد 1948ع ڌاري ئي پنهنجي جائداد ۽ زمينون ۽ جائداد پٽن ۽ ڌيئرن ۾ ورهائي ڇڏيون هيون، ان ڪري امير حيدرشاهه پنهنجي حصي جي زمين، جيڪا ڪوٽڙي ۽ سڪرنڊ تعلقن ۾ هئي، سنڀالڻ لڳو هو. سن ۽ آسپاس جي راڄن تي هٿ رکيو ۽ انهن جي راڄوڻي فيصلن ۾ حصو وٺندو رهيو. معتبر ماڻهن جو چوڻ آهي ته عوامي فيصلن ڪرڻ ۾ امير حيدر شاهه جو مثال نه آهي ۽ فيصلي وقت مڪڻ مان وار ڪڍي ڇڏيندو آهي. هو فيصلي تي عمل ڪرائڻ به ڄاڻي ٿو. پنهنجن راڄن ۽ دوستن جو خيرخواهه ۽ مددگار رهيو آهي. مهمان نوازي، والد ۽ وڏن کان ورثي ۾ مليل اٿس. سندس والد صوفي مسلڪ جو هو. جڏهن ته امير حيدر شاهه فڪري طرح اهل تشيعت سان واسطو رکي ٿو. محرم الحرام

جي مهيني ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ حضرت امام حسين عليه السلام جي نالي تي نذر نياز ڪندو ۽ مجلسون ڪرائيندو آهي.

سيد امير حيدر شاهه پنهنجي سياسي ڪردار جي شروعات 1961ع کان ڪئي، جڏهن هو سن يونين ڪائونسل جو چيئرمئن چونڊيو. هن چيئرمئن ٿيڻ شرط شهرين تان پوليس جو آزار ختم ڪرايو ۽ ٿاڻي وارن عملدارن ۽ پوليس وارن کي گهرائي هدايت ڪيائين ته سن ۽ آسپاس جي ماڻهن کي نه ستائين ۽ نه رشوت وٺن. پوليس جي شهر جي حد تائين ڪاڏي پيتي جي هر ضرورت سندس طرفان پوري ڪئي ويندي. هن سن ۽ آسپاس آمري وغيره علائقي ۾ اسڪولن کولائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. سن مڊل اسڪول (بعد ۾ هاءِ اسڪول) جي شاگردن جي مفت رهائش ۽ کاڌ خوراڪ جي سلسلي ۾ پنهنجي ڀاءُ امداد محمد شاهه سان ٻانهن ٻيلي رهيو. 1965ع ۾ جنرل ايوب خان جي دور ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان دور ۾ دادو ضلعي کي سياسي طرح قومي اسيمبليءَ جي فقط هڪ سيٽ مليل هئي. سندس مقابلو سنڌ جي نامياري ۽ باوقار سياستدان رئيس عبدالحميد خان جتوئيءَ سان ٿيو ۽ ان کان سيٽ کٽي ويو. نواز شريف جي ٻهرئين دور اقتدار ۾ امير حيدرشاهه آزاد اميدوار طور سنڌ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ چونڊيو. هن قومي اسيمبليءَ توڙي سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي حقن لاءِ آواز اُٿاريو. بعد ۾ هن سياست سان دلچسپي گهٽائي ڇڏي ۽ گذريل صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ پنهنجي ڀائٽي ۽ ناٺي جلال محمود شاهه جي حمايت ڪيائين ۽ پيپلزپارٽيءَ جي مضبوط اميداوار ۽ سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ سيد عبدالله شاهه کي سندس تڪ ۾ شڪست ڏيارائي، جلال محمود شاهه کي ڪامياب ڪرايائين. جيڪو اڄڪلهه هلي سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر ۽ قائم مقام اسپيڪر ٿيو.

امير حيدر شاهه کي پنهنجا راڄ ڀاڳ آهن ۽ انهن جي فيصلن ۽ سماجي ڪمن سان ٿي دلچسپي رکي ٿو. سماجي ڪمن جي سلسلي ۾ مخالفن توڙي پنهنجن سان هڪ جهڙو ورتاءُ ڪندو آهي. سنڌ جي اڪثر خاندانن سان پنهنجي والد وانگر سماجي ناتا قائم رکندو اچي ٿو. سندس هڪ فرزند ٻي. آءِ اي ۾ پائلٽ آهي، ٻيو فرزند ڊاڪٽر ۽ باقي ٻه فرزند ٻيءَ سان گڏ زميندار سنڀاليندا آهن. جن مان هڪ آمريڪا ۾ ڪجهه وقت اعليٰ تعليم به ورتي هئي.

**امير حيدر ڪاظمي:** ڪراچيءَ ۾ سياستدان جي حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو. قيام پاڪستان کان پوءِ لڏي ڪراچيءَ ۾ آيو. هي ڀارت جي هڪ ڳوٺ علي نگر ۾ ڄائو. شاگرديءَ واري دوُر کان ئي مختلف تحريڪن ۾ حصو وٺندو هو. جڏهن جبلپور (ڀارت) ۾ هندو مسلم فساد ٿيا ته ٻين شاگردن سان گڏجي احتجاجي جلوس ڪڍيائين. نتيجي ۾ کيس تعليمي ادارن مان نيڪالي ڏني وئي. هن باقاعدي عملي سياست ۾ 1972ع ۾ پير پاڳارو ٻهرين ولي خان جي "نئشنل عوامي پارٽيءَ" ۾ شامل ٿيو. بعد ۾ 1976ع ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ذوالفقار علي ڀٽي صاحب هن جي قابليت کي ڏسندي کيس سنڌ جو سيڪريٽري اطلاعات مقرر ڪيو. 1988ع جي چونڊن ۾ ڪراچيءَ جي تڪ اين. اي 184 تان پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. ڪجهه وقت لاءِ وفاقي وزير تعليم ۽ وزير صحت به ٿي رهيو.

**اميرخاني قبرستان:** هي قبرستان ترخان دور جو آهي ۽ مرزا جان بابا جي مقبري کان سڌو اتر- فرلانگ پنڌ تي، مڪليءَ ۾ آهي. هن وقت اميرخاني ساداتن جو قبرستان تمام زبون حال ۾ آهي. سواءِ چند قبرن جي باقي قبرون ڊهي ويون آهن. اتي ڪيترا شاعر منصبدار ۽ عالم مدفون آهن.

**امير خسرو:** هندستان جي شهر بدايون ۾ 1253ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1325ع ۾



پٽيالي (دهلي) ۾ وفات ڪيائين سندس سچو نالو ابوالحسن يمن الدين خسرو آهي، امير خسرو قواليءَ جو باني آهي ۽ موسيقيءَ ۾ خيال ۽ "تراني" جي انداز جو پايو وجهندڙ هو. چون ٿا ته طبلو به هن ئي ايجاد ڪيو. هي ترڪ نزاد هو ۽ وليءِ هند نظام الدين اولياءَ رحه جو محبوب مريد هو. امير خسرو ئي اهڙو هندستاني فارسي گو شاعر ۽ اديب آهي، جنهن کي ايراني به اهلِ زبان تسليم ڪن ٿا. هن غزل جي ميدان ۾ سعدي شيرازيءَ جي پيروي ڪئي. هن جي غزلن ۾ تصوف جو رنگ نمايان آهي. غزلن جي پنجن ديوانن کان سواءِ نظامي گنجويءَ جي خمسي جي جواب ۾ پنج مثنويون (مطلع الانوار، شيرين و خسرو، مجنون و ليليٰ، آئينہ سڪندري ۽ هشت بهشت) پڻ "خمسہ امير خسرو" جي نالي سان تمام گهڻو مشهور آهن. ان کان سواءِ امير خسرو جون ٻيون به ناياب تصنيفون آهن. ڪجهه محققن جو خيال آهي ته اردو غزل جي ابتدا امير خسرو ڪئي ۽ نموني طور اڪثر تذڪرن ۾ هن سان منسوب اهو فارسي هندي غزل ملي ٿو. جنهن جي هڪ مصرع فارسيءَ ۾ ۽ ٻي مصرع ڀاشا (کڙي بولي) ۾ آهي. ان کان سواءِ ٻيو به گهڻو هندي ڪلام هن سان منسوب آهي. امير خسرو کي موسيقيءَ جي فن تي به عبور حاصل هو. امير خسرو اها ٻهرين عظيم هستي آهي، جنهن ايراني ۽ هندي موسيقيءَ کي ملائي هڪ نئون رنگ پيدا ڪيو. هن جو نانو عماد الملڪ موسيقيءَ جو عاشق هو جنهن وٽ اڪثر اربابِ نشاط جون محفلون برپا ٿينديون هيون. امير خسرو موسيقيءَ جي ابتدائي تعليم انهن ئي محفلن مان حاصل ڪئي. درباري ڳوين جي صحبت ۾ ايراني ۽ هندي ڪلاسيڪي موسيقيءَ تي ڪامل عبور حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن هندي ڪلاسيڪي موسيقي کي ايراني سانچن ۾ ڍڪيو ۽ اهڙي طرح موسيقيءَ جي صنفن ۾ تراني، قول، قلبانہ، بسيط، قوالي وغيره جو موجد (باني) ٿيو. ڌرپد جي جڳهه خيال جي گائڪي جي ابتدا پڻ ساڻس منسوب آهي. ايراني نغمن ۽ هندي راڳن جي امتزاج جي مدد سان هن گهڻائي نوان راڳ اختراع ڪيا. ڪجهه سازن بالخصوص ستار ۽ طبلي جو موجد به امير خسرو کي ئي تسليم ڪيو وڃي ٿو. امير خسرو جي پنجن ديوانن مان ٻهرين ديوان ۾ هن ٺٽي شهر جي سونهن ۽ خوبصورتيءَ جو ذڪر غزل جي مطلع (ٻهرين شعر) ۾ ڪيو آهي. هن غزل، مثنوي، قطعو، رباعي، دوبيتي لکيا. هو وڏو موسيقار ۽ دانشور شاعر هو.

**امير سلطان محمد جو مقبرو:** امير سلطان محمد جي مقبري جي اڏاوت 1556ع ڌاري ٿي آهي. امير سلطان محمد جو مقبرو، سلطان ابراهيم جي مقبري لڳ ۽ عبدالله شاهه اصحابي جي ڏکڻ ۾ مڪليءَ واري شاهي قبرستان ۾ آهي. مهاڙيءَ ۾ پٿرائون دروازو اٿس، جنهن تي پهچڻ لاءِ ٽي ڏاڪا تعمير ٿيل آهن. دروازي سان ٻنهي پاسي جاريدار دريون آهن. ٿلهي تي ٺهيل هيءَ اڏاوت سڄي پيلي پٿر جي آهي. احاطي ۾ اندر ٽي قبرون آهن، جن مان هڪ، جنهن کي وڏو تاج لڳل آهي، اها امير سلطان جي قبر آهي. عربيءَ ۾ لکت موجود اٿس، جنهن ۾ اڏاوت جو سال 963 هه لکيل آهي. مقبري کي ٿلهي کان مٿي چوڏاري پٿرائون واڏو وڙو چوڦير ڏنل آهي. ڇت ڪانہ اٿس.

**اميرشاهه قاسم زمان جي مزار:** هي مقبرو توڙکي قبرستان (نصرپور ويجهو) ارغون ترخان دور جو آهي. ميين ونهين جي مقبري کان اٽڪل

هڪ سؤ قدمن تي امير شاھ قاسم جي مزار پيلي پٿر جي. پڪين سرن جي ٺلهي تي ٺهيل آهي- ٺلهي تي جملي چار قبرون آهن. ٻہ قبرون اتر ۾. ٻہ قبرون پيرانديءَ کان. شاھ قاسم جي مزار مٿن کان اوپر ۾ آهي. خوبصورت نقش نگار ٿيل اٿس. ان جي مٿان آيت الڪرسي چٽيل ۽ ٻيون آيتون اڪريل آهن. انهيءَ قبرن جي ٺلهي جي چوگرد احاطي جي ديوار نڪتل هئي. جيڪا پوءِ ڊهي وئي. هي ارغون ترخان دور جو مشهور امير ۽ نصرپور جو جاگيردار هو.

**امير علي شاھ پير**: پير امير علي شاھ پٽ سيد پير نور شاھ چوٿين نومبر 1971ع تي مٽيارين ۾ جائو هن بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. سندس والد پير نور شاھ 1990ع کان 1993ع تائين پ پ جي ٽڪيٽ تي ايم. پي. اي رهيو آهي. هو سعودي عرب، ايران ۽ گڏيل عرب امارات جو دورو ڪري چڪو آهي. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي ۽ مستقل رهائش مٽياري اٿس. هو 2008ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تان مٽياريءَ جي تڪ پي ايس 44 مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ ٽرانسپورٽ بابت اسيمبليءَ جي ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي.

**اميريڪن انسٽيٽيوٽ آف سنڌولاجي (A.I.S)**: هن اداري جو افتتاح 6 آگسٽ 2000ع ۾ شڪاگو شهر ۾ اڳوڻي پارٽي وزير قانون رام جيٺملاڻيءَ هٿان ڪرايو ويو ان تقريب ۾ آمريڪا ۽ ڪئناڊا ۾ رهندڙ




سنڌين جو وڏو انگ شريڪ هو هن اداري جي قيام جو مقصد اتان جي رهندڙن لاءِ سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت کي اجاگر ڪرڻ آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌولاجي، جي مشن ۾ سنڌيت کي هٿي وٺرائڻ ۽ اُتان جي سنڌي رهاڪن وچ ۾ محبت وڌائڻ شامل آهي.

**اُميري**: ڪورين جي اصطلاح ۾ ڏاڳي جي ٻن ٽڪرن يا ٻن تندن جون پڇاڙيون ڳنڍي، وٽ ڏنل ڳنڍ. اٿاوت ڪندي تاڃيءَ جي تند ٽٽي پوي تہ ڪوري تند کي اهڙيءَ طرح ڳنڍيندا آهن. جو تند ٻين تندن سان ملي هڪجهڙي ٿي ويندي آهي ۽ اوجي ۾ بہ عيب نہ ٿيندو آهي. انهيءَ ڳنڍ جو طريقو هن طرح آهي. جو ٽٽل تند کي چِڪَ ڏيئي ٻيءَ تند سان ڳنڍي. اهڙيءَ طرح ٻنهي تندن کي وٽ ڏيندا آهن. جو ٻنهي تندن جو اُوٽ پاڻ ۾ وٽجي ملي ويندي آهي. انهيءَ ڳنڍ کي "اُميري" چوندا آهن. لطيف سائينءَ جو بيت آهي:

چِنَنِ توءِ مَ چِنَ، پاءِ اُميري اُن سين،
جي هُولُوڙِ کَنئي، اُسُونهين! تہ تون ڳَنان ٿي ڳِن،
پاندَ جهليو تون پِنُ، هِن سونهاري سگ کي.

واڻ جي ٽٽل تند کي انهيءَ طرح وٽ ڏئي ڳنڍڻ کي وري "ڳوب ڏيڻ" چوندا آهن.

**اميلاٽو**: هي ديهہ جو نالو آهي، جيڪا تپي درسانئي چني، تعلقي ڪراچي. يونين ڪائونسل درسانئي چني ۽ ڳڏاپ ٽائون ۾ آهي. هن ديهہ جون حدون سپرهاءِ وي کان لنڪ روڊ جي شروع کان مليرنئن ۽ سپرهاءِ وي تي حيدرآباد ڏانهن ساڄي هٿ تي مليرنئن جي ڪانوڙ پل تائين آهي. هن ديهہ جي نالي متعلق ڪتاب "ڪراچي، سنڌ جي مارئي" جو مصنف گل حسن ڪلمتي لکي ٿو تہ "لاٽو ڪلراٺي زمين ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گاھ جو قسم آهي. جيڪو اڪثر اٿ جي جاري طور استعمال ٿئي ٿو اميلاٽو جو لاڳاپو بہ انهيءَ ٻوٽي/گاھ سان آهي. جنهن جي ڪري هن علائقي جو نالو اميلاٽو مشهور ٿيو آهي يا تہ هي اميراٽو معنيٰ شاهاڻو. اميرن وارو علائقو رهيو هجي. جيڪو بعد ۾ "ر" ۽ "ل" ۾ بدلجڻ ڪري اميراٽو مان اميلاٽو ٿيو هجي.

**امين ارباب**: شاعر صحافي ۽ براڊ ڪاسٽر محمد امين ولد علي محمد نهڙيي جو جنم تاريخ 3 جولاءِ 1965ع تي ڳوٺ علي محمد نهڙيي تعلقي ماتلي ضلعي بدين ۾ ٿيو. سندس تعليم ايم. اي سوشالاجي ۽ ايل. ايل. بي اٿس. عملي صحافتي زندگيءَ جو آغاز روزاني عبرت حيدرآباد کان بطور نيوز ايڊيٽر شروع ڪيائين. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي گذريل 15 سالن کان هفتيوار ادبي پروگرام "سڳنڌ" جي ڪمپيئر طور ڪم ڪري رهيو آهي. ان کان علاوه هن وقت مهراڻ ٽي وي تي "نيوز ڪاسٽر" ۽ ڊائريڪٽر ڊاڪيومينٽريز طور پڻ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر پڻ رهي چڪو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "ڌرتي منهنجي سرتي" (شاعري)، "در ڪليوئي رهيو" (ريڊيائي افسانا) شامل آهن. جڏهن تہ بي ٽي وي ۽ وائيس آف آمريڪا جو تجزيہ نگار بہ رهيو آهي.

**اميناٽي**: اڳاٽي وقت ۾ اميناٽي شهر ۾ سنڌو درياھ جو بندر هو هن شهر جا نيڪ مرد سيد آهن اميناٽيءَ ۾ هڪ درويش جو آستان آهي. جنهن کي هندو "راجل وير" چوندا آهن ۽ مسلمان "امير پير" چوندا آهن. سنڌو درياھ جي وهڪري بدلجڻ ڪري اميناٽي بندر ختم ٿي ويو اميناٽي شهر ۾ هڪ وڏو مندر هو. جنهن جا آثار اڄ بہ ملن ٿا. امير پير جو ميلو بہ هر سال لڳندو آهي. هن ميلي تي شڪارپور ۽ حيدرآباد کان هندو ياتري مقرر تاريخ تي ايندا آهن. جنهن ۾ ٽِل ڦُل جو انتظام، اميناٽيءَ کان لڏي ويل پانڌيڙا ڪندا آهن.

**اميناٽي ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلعي دادوءَ ۾ مشهور درگاھ امير پير جي اوپر ۾ آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو شڪار ٿيندو آهي. هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن.

**امين راهي، گويو**: شڪارپور جو رهواسي استاد امين راهي، ڪافي عرصو ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ سان وابستہ رهيو شروع ۾ ڪلاسيڪي موسيقي، غزل ۽ ڪافي ڳائيندو رهيو. اُن کان پوءِ سنڌي موسيقيءَ جي شعبي ۾ ميوزڪ ڪمپوزر جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو رهيو ڪراچيءَ ۾ ڪائنس ڪيترائي شاگرد موسيقيءَ جي سکيا حاصل ڪري چڪا آهن. هن 1990ع ۾ صحت خراب هئڻ جي باوجود بہ شڪارپور ۾ رهندي، سنگيت جي سکيا ڏيڻ جو سلسلو جاري رکيو 1994ع ڌاري وفات ڪيائين.

**امين ُفهيم، مخدوم**: سنڌي ٻوليءَ جي قادرالڪلام شاعر مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو وڏو فرزند ۽ مخدوم نوح سرور جي درگاھ جو موجوده ۽ پندرهون نمبر سجاده نشين ۽ ناميارو شاعر. مخدوم محمد امين "فهيم"، تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ ۾ 4 آگسٽ 1939ع تي جائو. سندس نالو "محمد امين" رکيو ويو. جڏهن تہ مخدوم محمد امين ثالث "پڪن ڏٺيءَ" جي نسبت سان کيس "ڏاڏا سائين" بہ



جيو ويندو آهي. شروعاتي تعليم هالا مان ورتائين ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان گرئجوئيشن ڪيائين. هن شاعريءَ جي شروعات 1953ع ۾ ڪئي. ڦهريائين "امين" تخلص اختيار ڪيائين. پر هالائي مخدوم امين، شاعريءَ ۾ "فهيم" تخلص اختيار ڪندو آهي. جناب غلام محمد گراميءَ جي چواڻي: "مخدوم امين فهيم جي شاعريءَ ۾ سوز و گداز، محبت ۽ رقت جا اهي سڀ معيار موجود آهن، جيڪي هڪ قادرالڪلام شاعر جي شاعريءَ ۾ ٿين ٿا." هن غزل جي عمدي شاعري ڪئي آهي. قومي شاعريءَ ۾ به بهترين ڪلام چيا اٿس. سندس ٻولي پختي، رسيلي ۽ ملي آهي. پنهنجي والد بزرگوار جي صحبت ۽ هالا جي ادبي ماحول ۾ هيءَ رچي ريٽو ٿيو سندس ڪلام جو مجموعو "پيغام"، سنڌي ادبي بورڊ، ڊسمبر 1990ع ۾ شايع ڪري چڪو آهي.

سندس جوانيءَ جي دور ۾، شاعريءَ ۾ وقتاً فوقتاً ڪجهه وقفو به نظر اچي ٿو جنهن جو سبب سندس سياسي، فلاحي، قومي ۽ خانداني مصروفيتون آهن.

هن سياسي سفر جو آغاز 1970ع ڌاري پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر ٿيڻ سان ڪيو. ڪجهه وقت سنڌ جي گورنر جو صلاحڪار پڻ رهيو، پوءِ مرڪز ۾ وزير مملڪت جي عهدي تي فائز ٿيو. 1977ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي ڪابينا ۾ روينيو ۽ آبادڪاريءَ جو وزير ٿيو. 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران پيپلزپارٽي سنڌ جو صدر هو. 1988ع ۾ بينظير ڀٽو جي ڪابينا ۾ مواصلات جو وزير مقرر ٿيو. 1990، 1993ع ۾ 1997ع وارين عام چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. انهن چونڊن ۾ جيئن ته پيپلزپارٽي، اقتدار ۾ نه آئي، ان ڪري ڪيس وزارت نه ملي. وري 2008ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

سياسي طور هن وقت پاڪستان حڪومت ۾ سينيئر وزير ۽ وفاقي وزير تجارت آهي. ان کان سواءِ پاڪستان پيپلزپارٽي پارليامينٽرين جو صدر ۽ پيپلزپارٽيءَ جو سينيئر وائيس چيئرمئن آهي. مخدوم صاحب پنهنجي والد وانگر معتدل سياستدان آهي.

**امين لغاري**: امين محمد عرف غلام حيدر ولد ولي محمد لغاري، 7 جون 1966ع تي ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ مئٽرڪ، گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ مان ڪيائين. 1984ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سانگهڙ مان بي. اي ۽ 1991ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان، ماس ڪميونيڪيشن ڊپارٽمينٽ



مان ايم. اي ڪيائين. ان شعبي ۾ پڙهائيءَ دوران، يونيورسٽيءَ طرفان نڪرندڙ مئگزين، "يوني مئگ" جي اردو حصي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيو. پڙهائيءَ دوران 'ماس ڪميونيڪيشن سوسائٽيءَ' جو صدر رهيو ۽ انهيءَ پليٽ فارم تان يونيسيف جي سهڪار سان 'سنڌ نيٽ ورڪ فار چلڊرين' (سڄڻ) نالي تنظيم جو پايو وڌو ويو ۽ امين لغاري ان تنظيم جي باني ڪارن مان هو. ان کان سواءِ هي سنڌ يونيورسٽيءَ مان 'ڪميونيڪيٽر' نالي خبرنامي جو ايڊيٽر به رهيو. ايم. اي جي ڊگري وٺڻ کان پوءِ ساڳئي سال پريس انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان ڪراچيءَ ۾ هڪ سال تائين ريسرچ آفيسر رهيو. بعد ۾ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ انگريزي اخبار "سنڌ ايڪسپريس" جو حيدرآباد ۾ بيورو چيف پڻ رهيو ان کان اڳ "فرنٽيئر پوسٽ" حيدرآباد بيورو آفيس ۾ صحافت جي عملي سکيا ورتائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ (1)"جديد صحافت" (2) "دنيا جون مشهور شخصيتون" (ترجمو) ۽ "پرنٽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڊڪشنري" اچي وڃن ٿا، جڏهن ته هڪ ڪتاب 'ماس ميڊيا' ڇپائيءَ هيٺ آهن. ان کان سواءِ مرزا قليچ بيگ تي سنڌي ٻولي نمبر محترم تاج جويي سان گڏجي ترتيب ڏنائين. جيڪو 1993ع ۾ ڇپيو. مئي 1992ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ريسرچ اسسٽنٽ طور ڀرتي ٿيو. 10 آڪٽوبر 1992ع تي ڪيس پبليڪيشن ڪوآرڊينيٽر مقرر ڪيو ويو. 1 آگسٽ 1995ع تي پبليڪيشن آفيسر مقرر ٿيو. ٻولي اٿارٽيءَ جي خبرنامي 'سنڌي ٻولي جو باني ايڊيٽر' آهي. جيڪو هن وقت تائين سلسليوار شايع ٿي رهيو آهي. ان کان علاوه هن اٿارٽيءَ جا 3 سووينئر ترتيب ڏنا آهن. 1992ع کان 2001 تائين پروگرام شعبي جون ذميداريون نڀايائين ۽ 1992ع کان 1997ع تائين پبلڪ رليشن آفيسر به رهيو. جنوري 2001ع ۾ اٿارٽيءَ جو بيورو آف پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن قائم ٿيو ته امين لغاريءَ کي ان جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي پرائمري نصابي ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ رهيو. 'الڪ' گروپ آف پبليڪيشن جي سنڌ لائيٽ جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر پڻ رهيو. هن وقت ڊائريڪٽر پبلڪيشن اينڊ پراڊڪشن طور سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

**امين محمد اول هالائي مخدوم**: مخدوم امين محمد اول، حضرت مخدوم نوح سرور عليه الرحمة جو فرزند ۽ گادي نشين هو. مخدوم صاحب شريعت ۽ طريقت جو صاحب هو. سندن ولادت 5 ربيع الاول 952هه بمطابق 17 مئي 1545ع تي ٿي. هن ذڪر ۽ سهروردي طريقي جي ڄاڻ پنهنجي والد کان ورتي. جڏهن سندس عمر 26 سال ٿي ته پنهنجي والد جي مسند سنڀاليائين ۽ مريدن کي ذڪر ۽ تلقين جا درس ڏيڻ شروع ڪيائين. مخدوم صاحب جو شمار سنڌ جي وڏن اوليائن ۽ بزرگن ۾ ٿئي ٿو سندن ڪرامت بابت ڪافي روايتون موجود آهن. هو 16 سال ۽ مهينا سجاده نشين رهيو ۽ 63 سالن جي عمر ۾ 7 شعبان المعظم 1015هه/ 1606ع جمعي جي ڏينهن منجهند جو هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين.

**امين محمد ثالث عرف "پڪن ڏٽي"**: مخدوم امين محمد ثالث صديقي قريشي، سروري درگاهه جو تيرهون سجاده نشين، حضرت مخدوم محمد زمان رابع رحه جو وڏو فرزند هو. ڪيس ٻيا به ننڍا ڀائر ميان شاهه محمد عرف ميان شاهنواز ۽ ميان غلام نبي عرف ميان پنيلڏو هئا. مخدوم امين محمد، شجري موجب غوث الحق مخدوم نوح جي يارهين ۽ حضرت ابوبڪر صديق جي ٻائيتاليهين پشت مان هو مخدوم صاحب، 7 شعبان 1254هه/ 26 آڪٽوبر 1838ع تي جنم ورتو سندس والد ڪيس ڪوڏ سان "بابا سائين" ۽ پيار وچان "امين" ڪري سڏيندو هو سندس تعليم ۽ تربيت لاءِ آخوند محمد قاسم کي مامور ڪيو ويو وڏي جهد ۽ رياضت سان علوم متداول جي تحصيل ڪيائين ۽ پنهنجي دور جي درس نظاميه ۾ خاص مقام حاصل ڪيائين. قرآن پاڪ، حديث، فقه ۽ تصوف جي دقيق ڄاڻ ورتائين. سندس اصل تربيت ۽ تعليم جو سڌوسنئون واسطو پنهنجي مرشد حق آگاهه سان رهي ٿو ان موجب سندس والد ماجد جي نگاهه، امين محمد سائينءَ کي هر خيال کان ڪامياب بنائي ڇڏيو.

پاڻ پندرهن سالن جو مس ٿيو ته سندن والد وفات ڪري ويو ۽ ننڍيءَ عمر ۾ جماعت سروريه جي تربيت جو اهتمام ۽ ٻين ننڍن ڀائرن ۽ ڇئن معصوم ڀينرن جي ڪفالت جو بار سندن سر تي آيو. حضرت امين سائينءَ جي جواني ڏاڍي مستاني ۽ البيلي گذري. پاڪيزه طبع جو مالڪ ۽ خوش پوشاڪ هو.

رنگين پوشاڪ پهريندو هو. دستار گلابي، گيڙوءِ رتي ۽ سائي پهريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سمورو لباس گيڙوءِ رتو زيب تن ڪندو هو. مختصر رنگين زندگيءَ کان پوءِ اصلوڪي فقيرائي طريقي ڏانهن رجوع ٿيو. سندس چار شاديون هيون ۽ هالن مان ۽ هڪ پنهنجن عزيزن. قريشي صديقي پيرن مان، جيڪو خاندان نورپور تعلقي نوشهري فيروز ۾ آباد آهي. ڪيس پنهنجي خاندان جي حرم مان ٽي فرزند مخدوم محمد زمان، مخدوم ظهيرالدين ۽ ميان فتح محمد هئا. سلوڪ جي ميدان ۾ سهيل عرف سلي فقير مگريي کان فيض ورتائين. امين سائينءَ جي مجاهدي ۽ رياضت جي سلسلي ۾ "راهوند" جي مقام کي وڏي اهميت حاصل آهي، جنهن سرزمين کي "پکا" به چوندا هئا. چوڻ ٻاڻ اتي پکا اڏي سڪونت اختيار ڪيائين. هيءَ زيارت گاهه هالن کان شهدادپور روڊ تي ميل ڏيڍ پنڌ تي آهي. ان ڪري ڪيس "پکن وارا صاحب"، "پکن وارا سائين" ۽ "پکن ڌڻي" به سڏبو آهي. مخدوم صاحب جن 48، 49 سالن جي ڄمار ۾ 27 رمضان 1304ھ/29 جون 1886ع ۾ وفات ڪئي.

مشهور صوفي شاعر منٺار فقير راڄڙ، سيد فاضل شاهه، سيد حيدر شاهه اجنائي، ولي محمد لغاري ۽ ٻيا سندس همعصر ۽ صحبتي هئا. سندس متقدمين ۾ پير اشرف شاهه ڪاماري وارو، خليفو گل، قادر بخش بيدل، عثمان فقير سانگي، حمل فقير، قطب علي شاهه، آسو فقير، فقير خوش خيرمحمد ۽ علي گوهر شاهه "اصغر" هئا.

امين سائين پکن ڌڻي پنهنجي دور جو قادرالڪلام شاعر هو. سنڌي، سرائيڪي ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪيائين. سندس ڪافيون الاهي عشق ۾ سرشار آهن. سندس ڪلام جو مجموعو "ڪليات امين" جي نالي سان پروفيسر محبوب علي چنا ترتيب ڏنو، جنهن ۾ سندس سوانح، همعصرن ۽ شاعريءَ تي طويل مقدمو شامل آهي. "ڪليات امين" جو پهريون ڇاپو 1966ع ۽ ٻيو ڇاپو 1990ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**امين محمد ثاني هالائي، مخدوم:** مخدوم صاحب، مخدوم محمد زمان ثالث جو فرزند هو. حضرت مخدوم نوح سخي سرور جي اولاد مان سندس درگاهه جو سجاده نشين بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 19 رجب 1256ھ (1840ع) تي ٿي. هو صاحب سهروردي طريقي جو پير ۽ اميرائي زندگيءَ جو مالڪ هو. سنڌي شاعريءَ ۾ تمام ڪمال حاصل هئس. يعني سنڌي شاعريءَ جي سڀني صنفن ۾ سندس ڪلام موجود آهي. ڏوهيڙا، ڪافيون، غزل وغيره پنهنجا ڪيترائي يادگار ڇڏيا اٿس. هو توحيد جي مسئلي ۾ عام صوفين جي طرز جو تابع آهي. انسانيت جي گهڻين خوبين جو مالڪ هي بزرگ 47 سالن جي ڄمار ۾ 27 رمضان المبارڪ 1303ھ (1885ع) ۾ هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ويو.

**امينه هاليپوٽو، پروفيسر:** پروفيسر امينه، ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي جي گهرواري هئي. 5 اپريل 1932ع تي حيدرآباد شهر جي نعل بندن واري گهٽيءَ ۾ ڄائي. ملان پاڙي ۾ رهندي هئي. سندس خاندان جو شمار حيدرآباد شهر جي قديم خاندانن ۾ ٿيندو هو. سندس تعليم بي. اي (آنرز)، ۽ ايم. اي (عربي: گولڊ ميڊلسٽ) هئي. سنڌ جي تعليم کاتي ۾ ليڪچرر مقرر ٿي ۽ پوءِ پروفيسر گريڊ ۾ پهتي ۽ زبيده گرلز ڪاليج حيدرآباد جي پرنسپال مقرر ٿي. سندس وفات 16 نومبر 1981ع تي ٿي.





**اَنُ:** ڪنهن به ملڪ جي زرعي پيداوار، جيڪا اناج جي صورت ۾ هجي، ۽ اهو رڌي کائجي. جيئن چانور، ڪڻڪ، جوئر، ٻاجهر، جَوَ مڪائي وغيره. قديم زماني ۾ اهي سڀ جنسون گاهه ۾ شامل هيون، جن کي پوءِ انسان ذات پنهنجيءَ حڪمت سان، سلڪيءَ زمين ۾ سلا هڻي، انهن جي پوک کي ارتقائي صورت تي رسايو ان کان پوءِ اناج ذريعي پوک ٿيڻ لڳي. اَنَ کي "اناج" به چوندا آهن اَن کي برڪت جي علامت سمجهي ان کي "نور" به سڏيندا آهن. "ان پٽاري" طور قسم به کڻبو آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "اَنُ آهي ته ايمان آهي."

**اُنَ:** (WOOL) هر قسم جي جانورن جي وارن جا نالا ڌار ڌار آهن. رڍن جي وارن کي اُن يا پشم چئبو آهي. اُن مان ٺهيل ڪپڙو، چادر، لباس وغيره پنهنجي اُٿاوت جي گهاٽائيءَ سبب هوا کي روڪڻ جي صلاحيت رکندو آهي، انهيءَ ڪري اُن کي "گرم" خيال ڪيو ويندو آهي.

اُن جو قدرتي رنگ ڀورو، هڏڀو، ڪارو ۽ ناسي هوندو آهي. اُن، ڪپڙن، قالينن، ڪمبلن ۽ ٻين گهڻين ئي استعمال جي شين ٺاهڻ ۾ ڪم ايندي آهي.



سنڌ ۾ اُن جابلو خطن ۾ ملندي آهي، جتي رڍون گهڻي انداز ۾ پاليون وينديون آهن. رڍون سال ۾ ٻه ٻه "ڦنيون" ڏينديون آهن. اُها اُن ڀهريائين واپاري خريد ڪندا آهن ۽ پوءِ اُها ڪارخانن تي ويندي آهي. اُن جو ريشو لچڪدار، سَرن کان ٻچيل، جاذب ۽ مضبوط ٿيندو آهي. اُن مان حاصل ٿيندڙ تند جي ڊيگهه ۽ عمدگي، جانور جي عمر کي نظر ۾ رکي ڪئي ويندي آهي. اُن ڪٽنجيءَ سان ڪترجي آهي. ڪتريل ان مان مختلف طريقن سان سٽپ وغيره ڪڍڻ کان پوءِ ان کي پنهنجي مرضيءَ مطابق رنگ ڏبو آهي. يا اُن جو ڪارو سفيد قدرتي رنگ قائم رکبو آهي. اوني ڪپڙي کي به پنهنجي مرضيءَ مطابق رنگي سگهبو آهي. صاف ڪيل ٻج واري اُن مان ڪپڙي ٺاهڻ جو عمل شروع ٿيندو آهي. وولسٽيڊ ڪپڙي جو تر سخت ۽ هموار هوندو آهي. شروعات ۾ اهڙو ڪپڙو فقط ڊگهيءَ تند واريءَ اُن مان ٺاهيو ويندو هو. اُن مان سُٽ ڪتڻ واري طريقي ۾ ڪافي ترقي ٿي آهي.

رڍن مان بهترين ۽ صاف سٿري اُن حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته بهترين اُن جو سڄيءَ دنيا ۾ سٺو اگهه ملندو آهي. جيڪڏهن اُن ڪترڻ ۾ بي ڌياني ڪئي ويندي ته پوءِ مالڪ کي خاطرخواهه اجورو ملي نه سگهندو.

(1) اُن سال ۾ ٻه دفعا يعني مارچ ۽ اپريل ۾ ۽ ٻيو دفعو سيپٽمبر- آڪٽوبر ۾ ڪترجي.

(2) اُن هميشه مينهن جي موسم ختم ٿيڻ کان پوءِ ڪترجي، ڇوته خشڪ موسم ۽ اُس وارن ڏينهن ۾ اُن خشڪ حالت ۾ هوندي آهي. گرم ڏينهن ۾ رڍن جي جسم مان ڇڏبو ۽ نرم چرٻيءَ وارو مادو نڪرندو آهي، جنهنڪري ڪترڻ ۾ آساني ٿيندي آهي.

(3) ڪنهن حادثي ۾ آيل جانورن جي اُن ناقص هوندي آهي. قربانيءَ جي کلن کي لوڻ ۽ چُن هڻي گرم پاڻيءَ ۾ ٻوڙي اُن کي ڪرڙي لاهيندا آهن، انهيءَ

طريقي سان لٿل اُن به ناقص هوندي آهي.
(4) ڪترڻ وارو هنڌ گند ڪچري کان صاف هجي. خود جانور جي وارن کي ڌُٽيءَ سان صاف ڪري ڦولڙيون وغيره ڪڍي ڇڏجن.
(5) اڇي ۽ رنگين اُن جون جدا ڳنڍڙيون ٻڌجن.

**اناٽن جو ناٽ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب شيوارام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. سک ٽريڪٽ سوسائٽي، ڪراچيءَ، ڇاپو ڀهريون، نئشنل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1927ع ۾ ڇپايو.

**اَنَاجُ**: غذائي ضرورتن لاءِ ڪم ايندڙ زرعي جنسون. جيئن چانور، ڪڻڪ، جوئر، ٻاجهري، مکائي ۽ جَوَ وغيره. (وڌيڪ ڏسو "اَنُ").

**انارُ**: فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو "ڏاڙهون" لاءِ ڪم ايندو آهي. تفصيل لاءِ ڏسو "ڏاڙهون".

**انارڪلي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب منگهارام اُدارام ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 61 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. اميچوئر ڊرامئٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد طرفان هيمنداس چنديرام، ڇاپو ڀهريون، نئشنل اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد مان سال 1930ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انارڪلي**[2] (ڪتاب): ساڳئي نالي سان ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو به ڪتاب لکيل آهي، جنهن ۾ 190 صفحا آهن. هيءَ ڪتاب مصنف پاڻ هندستان پريس ڪراچيءَ مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو.

**انارڪلي**[3] (ڪتاب): نامور تاريخدان پير حسام الدين راشدي پنهنجي ابتدائي دؤر ۾ افسانوي ادب ۾ پڻ طبع آزمائي ڪئي هئي. جنهن ڏس ۾ سندس پنج افسانا مولوي عبدالحميد پٽيءَ سکر واري جي المُنار رسالي ۾ 35-1934ع ڌاري ڇپيا هئا، جن ۾ انارڪلي، پاڪدامن عورت، گلن واري ڇوڪري، امانت ۽ بدنصيب شهزادو شامل آهن. انارڪلي افساني ان وقت تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي، جو ته اهو مغليه دؤر جي هڪ اهم عورت جو ڪردار هو، جنهن کي جهانگير بادشاهه ديوار ۾ چڻايو هو. انارڪلي افسانو جدا ڇوپڙيءَ جي صورت ۾ پڻ ڇپيو هو.

**اناسڪتي يوگ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم نارائڻداس رتن مل ملڪاڻي آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 316 صفحا ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. قومي ساهتيه منڊل حيدرآباد، هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1929ع ۾ ڇپايو.

**انامِيڪا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب الطاف شيخ جو جاپاني ڪهاڻين جي ترجمي تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 110 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو پنجاهه پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀهريون، انجمن فروغ ادب، هالا، سال 1966ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اَنبُ**: سنڌ جو هيءُ سدا بهار وڻ نه فقط پنهنجي ڦرجي لحاظ سان بهشتي ثمر لڳي ٿو پر هن وڻ جي ڪاٺي پڻ نهايت ئي ڪارائتي آهي. انهيءَ لحاظ سان هيءُ وڻ ڄڻ ته قدرت جي طرفان سنڌ وارن جي لاءِ تحفو آهي. آڳاٽي زماني ۾ عربستان ۽ ايران جي ماڻهن، سنڌ ۾ هيءُ ميوو ڪاڌو هو جنهن جو ذڪر انهن پنهنجن سفرنامن ۾ ڪيو آهي. تنهنڪري "انب" جو نالو به سندن ٻولين ۾ رائج ٿيو جيئن ته عربيءَ ۾ "انبج" ۽ فارسيءَ ۾ "انبه". هن وقت انب ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: هڪڙا "ديسي"، ٻيا "فارمي". آڳاٽي وقت ۾ ديسي انب هوندا هئا، جن جا قسم هي هئا: پتاشو لڏون، ڦاروو، هاٿي ۽ گڏهه مار وغيره. هاٿي ۽ گڏهه مار وڏا ۽ وزني انب هوندا هئا. "پتاشو" انب وري ننڍو ۽ سهڻو هوندو هو ميلاح به منجهس گهڻو هوندو هو.

اڪبر بادشاهه جي حياتيءَ جا شروعاتي نوڏهه سال سنڌ ۾ فتح باغ واري علائقي (ماتليءَ جي پرسان جوڻ واري علائقي) ۽ سيوهڻ واري علائقي ۾ گذريا هئا. ان دور ۾ فتح باغ سميت سنڌ جي گهڻن علائقن ۾ انبن جا باغ جام هوندا هئا. اڪبر بادشاهه دهليءَ جي حڪومت سنڀالڻ کان پوءِ هر سال فتح باغ مان انب گهرائيندو هو جيڪي هو سڄو سال کائيندو هو اهو هن طرح



جو اُت جي چم مان ٺهيل دٻن کي اڌو اڌ ماکيءَ سان ڀري، انهن کي انبن سان ڀري، انهن جا منهن ڪُڙي ڇڏيندا هئا. ٻه ٻه دٻا هڪڙي اُٺ تي ڪڙبا هئا. پوءِ ٽيهن چاليهن اُٺن جي قطار دهليءَ ڏانهن رواني ٿيندي هئي. دهليءَ ۾ اهي دٻا توشاخاني ۾ محفوظ ٿي ويندا هئا. اڪبر بادشاهه پنهنجي دور ۾ ابوالفضل جي صلاح سان دهليءَ ۾ انبن جو هڪ باغ لڳارايو هو، جنهن ۾ هڪ لک ٻوٽا رکايا هئائين ۽ باغ جو نالو "لک باغ" رکيو هئائين.

موجوده دور ۾ انبن تي تجربا ڪري، انهن مان چاليهن کان وڌيڪ جنسون تيار ڪيون ويون آهن، جن کي فارمي انب چيو ويندو آهي. اُنهن انبن جي خصوصيت هيءَ آهي جو انهن ۾ ڄارو يا ريشو ڪونه ٿئي. انهن ۾ ڳرو وڌيڪ ۽ ڪوئلو ننڍو ٿئي. انهن جنسن ۾ سڀ کان وڌيڪ جاذب نظر ۽ سيني خوبين سان تمتار "سنڌڙي" انب آهي، جنهن سڄيءَ دنيا ۾ سنڌ جو نالو روشن ڪيو آهي.

انب، مئي ۽ جون وارن مهينن ۾ شاخ ڏيندا آهن. يعني وڻ ۾ ڪو انب پَڪو ته سمجهبو ته انبن جو فصل لٿو. پوءِ انب وڻن مان پٽي



پال وجهندا، يعني اهي مٽن، ڪوڪن يا ڪوٺين ۾ بند ڪري رکندا. انهن ۾ ڪونه ڪو ڦر (گدرو وغيره) وجهندا، جنهن جي خوشبوءِ تي انب ٽن چئن ڏينهن ۾ پچي ويندا.

انب جو ڦر ڪچو هوندو، يعني "انبڙي" هوندي ته ان جو رنگ سائو ۽ ذائقو تمام کٽو ٿيندو. پر پڪل انب ملو ٿيندو آهي. وڻ جا پڪا (شاخ ڏنل) انب به سٺا ۽ مٺا ٿيندا آهن، پر انبن کي پال ۾ وجهي پچائبو آهي ته تمام مٺا ۽ خوشبوءِ وارا ٿيندا آهن. ڪچن انبن (انبڙين) مان آچار ٺهندو آهي.

انبن جا ديسي وڻ 15، 20 فوٽ اوچا ٿيندا آهن. انهن جي عمر به گهڻي ٿئي ٿي. شالامار باغ ۾ لڳايل انبن جا ٻوٽا، مغل بادشاهه شاهجهان جي عهد ۾ لڳايا ويا هئا، جيڪي اڄ ڏينهن تائين ڦر ڏيندا رهن ٿا.

انب جو وڻ نه رڳو ميوي جي لحاظ کان ڪارائتو آهي، پر عمارتي ڪاٺ طور به ڪم ايندو آهي. ان مان دروازن جا چوڪ ۽ گهرو فرنيچر به ٺهندو آهي. دهل به انب جي ڪاٺيءَ مان ٺاهيا آهن.

طبيبن موجب، انب جا طبي فائدا بہ آهن. انب دل، دماغ ۽ معدي کي طاقت ڏئي ٿو جسماني قوت کي وڌائي ٿو. بدن کي ٿلهو ڪري ٿو ۽ پيشاب جاري ڪري ٿو. انب جو آچار بہ طبي لحاظ سان فائديمند آهي. انب ڪائڻ سان آنڊن، بڪين ۽ مثاني ۾ قوت پيدا ٿئي ٿي. مُنهن جو رنگ ڪِلي پوي ٿو. انب جي ککڙي جو پتو تاثير ۾ ٿڌو ۽ خشڪ ٿئي ٿو، جيڪو ملن پيشابن لاءِ مفيد آهي.

موجوده دور ۾ فارمي انبن ۾ لنگڙو، دسهري، سنڌڙي، انور رتول، ثمر بهشت، فجري وغيره مشهور آهن.

انب جي وڻ کي گهڻو ڪري بہ مرض وڌيڪ لڳندا آهن ۽ فصل کي نقصان رسائيندا آهن. هڪ "مَهلو" ۽ ٻيو "ميلي بگ". ٻنهي مرضن جو ڪارڻ ننڍڙا جيت هوندا آهن، جيڪي انب جي ٻور توڙي پنن کي شديد نقصان پهچائي، فصل کي برباد ڪري ڇڏيندا آهن.

(1) **مَهلو:** هيءَ ننڍڙو جيت آهي، ليڪن نقصان تمام گهڻو ڪري ٿو. هن جيت جي مادي، جڏهن مناسب گرمي محسوس ڪندي آهي، تڏهن آنا لاهيندي آهي. خاص طرح جولاءِ مهيني جي آخر ۽ آگسٽ جي شروعات ۾، جڏهن وڻ ۾ ڦوٽهڙو پيدا ٿيندو آهي، تڏهن هن جيت جا ٻچا ٿين ٿا، جيڪي نازڪ گونچن جو رس چوسي وڏا ٿين ٿا. شديد حملي جي صورت ۾ سَينورجي ڪري، ٻوٽي جا پن ڪاراٽجي ويندا آهن ۽ فصل کي نقصان پهچندو آهي.

(2) **ميلي بگ:** هن جيت جي ماديءَ جو جسم اڇي مادي سان ڍڪيل هوندو آهي ۽ نر جو رنگ چاڪليٽي ٿيندو آهي. هن جيت جو حملو نومبر ۽ ڊسمبر مهيني ۾ ٿئي ٿو. وڻ جي مختلف حصن مان رس چوسي، فصل کي تباهه ڪري ڇڏيندو آهي.

انب جي وڻ کي انهن بيمارين کان سواءِ بہ ڪي ٻيون بيماريون لڳن ٿيون، جهڙوڪ: اسڪيل، ميوي جي مڪ، سوڪهڙو، ڪرهور، اڇو سينور وغيره.

جڏهن انب جي وڻ کي مَهلو لڳي تہ اُن کان اڳ يعني پوکجڻ کان پهرين، ڊسمبر مهيني کان ئي ڦوهارو ڪبو آهي ۽ اُهو ڦوهارو ايزو ڊرين 250 ملي ليٽر يا ٿويدان 300 ملي لٽر، 100 لٽر پاڻيءَ ۾ ملائي، ڦوهارو ڪبو. اهڙي نموني انب کي مهلي جي مرض کان بچائي سگهجي ٿو.

جڏهن ميلي بگ بيماري لڳڻ جو خطرو هجي تہ جون ۽ جولاءِ مهينن ۾ باغ کي چڱيءَ طرح ريج ڏين، ميوي ختم ٿيڻ بعد وڻ جي هيٺ لڙڪيل شاخن کي وڍي ڇڏين ۽ ضرورت کان وڌيڪ پاڻي ڪونہ ڏين. فاليدال 300 ملي لٽر يا برلين 200 ملي ليٽر، 100 لٽر پاڻيءَ ۾ ملائي، طاقتور مشين سان ڦوهارو ڪرائبو آهي.

اهڙيءَ طرح ٻين بيمارين يعني "اسڪيل" جي صورت ۾ ميٽاسٽاڪس پاڻيءَ ۾ ملائي ڦوهارو ڪن، "مڪ" جي حالت ۾ ڊيٽريڪس يا نوگاس دوا جو ڦوهارو مفيد ٿئي ٿو. "سوڪهڙي" جي مرض لاءِ بورڊيڪس مڪسچر ۾ ٽوتيو ۽ اڇو چُن ملائي ڦوهارو ڪن.

**انباھ شريف:** درگاهه انباھ شريف، ضلعي شڪارپور جي لکي تعلقي ۾ چڪ جي اوپر- اتر طرف آهي. جيڪو اصل ۾ صوفي درگاهه نوشهري فيروز جي صوفي شاعر شاهه نصير الدين اول جو صحبتي، همعصر ۽ طالب هو ۽ هن درگاهه جو سلسلو اڄ تائين شاهه نصير جي درگاهه سان قائم آهي. هن درگاهه جو پهريون گادي نشين سائين تاج محمد شاهه اول، ٻيو سائين بگن شاهه اول ۽ ٽيون داتا ولايت علي شاهه هو. ڪانئن پوءِ بگن شاهه دوم چوٿون گادي نشين ٿيو ۽ هن وقت پنجون گادي نشين سائين جان محمد شاهه آهي.

جيئن تہ هيءَ درگاهه ڪچي جي پرسان درياھ جي بند/ جهلي بند لڳ آهي، ان ڪري درياھ ۾ جڏهن بہ چاڙهه ايندو هو تہ بند اندر رهندڙ ڪچي جا ماڻهو ۽ مال انبوهن جي صورت ۾ هتي اچي آجهاپ ڪندا هئا. اهو لفظ 'انبوهہ' غلط العام ۾ 'انباھ' ٿي ويو ۽ اڄ هن درگاهه کي "انباھ شريف" سڏيو وڃي ٿو. هتي هر سال 11 شوال تي سائين فيض درياھ شاهه جو وڏو عُرس ۽ ميلو لڳندو آهي. ان کانسواءِ ٻيا ننڍا ميلا لڳندا آهن، جنهن ۾ سڄيءَ سنڌ مان عقيدتمند هتي اچي حاضري ڀريندا آهن.

**انباھ ۾ آڙاھ** (ڪتاب): هي ڪتاب درگاهه انباھ شريف جي ٽئين نمبر سجاده نشين داتا ولايت علي شاهه جي چونڊ ڪافين جو مجموعو آهي. جيڪو نوجوان شاعر ۽ محقق سيد مهدي شاهه فياضيءَ مدڄيءَ واري ترتيب ڏئي 1990ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن 106 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي ڪتاب ۾ 100 ڪافيون شامل آهن. جڏهن تہ داتا سائينءَ جي درگاهه تي موجود قلمي نسخي ۾ 371 ڪافيون، 48 بيت ۽ سہ حرفيون شامل آهن. جن مان پهرين ڪڙيءَ طور 100 ڪافين جو ڪتاب "انباھ ۾ آڙاھ" (يعني انباھ ۾ عشق جو آڙاھ) ترتيب ڏئي ڇاپيل آهي. انهن ڪافين کي راڳ وار ترتيب ڏنو ويو آهي ۽ سدا سهاڳڻ پيرويءَ کان روپ آسا تائين هر راڳ جي ڳائڻ واري مقرر وقت مطابق رکيو ويو آهي. ان کان سواءِ هر راڳ يا روپ ۾ جيڪي ڪافيون شامل آهن، تن کي الف ب وار ترتيب ڏني وئي آهي. هن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي ۽ داتا فيض درياھ اڪيڊمي ڊکڻ ضلعي شڪارپور پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.




**انب چُور/امچور:** انبڙيءَ جي سُڪل ڦارن جو چورو، جنهن کي ڪٽاڻ طور پکوڙن ۽ ڀوڄ وغيره ۾ استعمال ڪبو آهي.

**انبڙي:** انب جو ڪچو ڦر (جيڪو سائو ۽ ڪتو ٿئي). انبڙين جو آچار وجهندا آهن ۽ چٽڻي ۽ مربو ٺاهيندا آهن.

**انب شيدي:** سنڌ جو مشهور ملهہ پهلوان، جيڪو "انب ڪارائي" جي نالي سان بہ مشهور هو. ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري علائقي ميرپورساڪري جو رهاڪو هو. 1950ع ڌاري، جڏهن 28- 30 سالن جو هو، حيدرآباد ضلعي ۾ ٽنڊي قيصر ۾ لڳندڙ مراد شاهه جي مشهور ميلي ۾، سنڌ جي پهرئين جوڙ جي پهلوان شير ميربحر کي پوئين ملهہ ماري هئائين. اُن ملهہ تي تماشبينن انب شيديءَ تي رپين (نوٽن ۽ رپين) جو جهڙ تہ مينهن وسائي ڇڏيو هو ۽ ان کان پوءِ سندس نالو ٿيو.



**انبواٽي: نک (ڪڪڙيجا):** انبواٽي ڪڪڙيجن جي نک آهي پڳواناٽي، ڪيسواٽي ۽ مولڄناٽي بہ ساڳيءَ نک جا آهن. اهي سڀ اروڙ ونسي آهن. ڪي ڪيسواٽي چون ٿا تہ ڪنهن لڙائيءَ ۾ سندن وڏن جو بارود کپي ويو ۽ ان جي بدران ڪڪڙو ڪم آندائون. تنهنڪري سندن پويان "ڪڪڙيجا" يعني

ڪڪڙي وارن (ڪڪڙي ڪم آڻيندڙن) جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. انبواڻين جو وڏو ڏاڏو انبومل راولپنڊيءَ ۾ رهندو هو. اتي بدامني ٿي، ته اول ملتان ۽ پوءِ روهڙيءَ ويو. پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ نوڪري مليس ته اتي گذارڻ لڳو. هالاڻي تعلقي ڪنڍياري مان به گهر پرڻيو هو ۽ پوءِ پاڻ به هالاڻي ۾ وڃي رهيو. پر سڀ ٻار خيرپور ۾ ڄاوا هئس.

ديوان انبومل نهايت ايماندار ماڻهو هو. تنهنڪري ميرن پنهنجو مودي خانو سندس حوالي ڪيو هو. سندس پٽ ديوان سانولداس ۽ ديوان بازاري مل ڪاردار هئا. ڪنهن وقت ميرن کي سڌ پئي ته ديوان بازاري مل اڌ لک کن رپيا کائي ويو آهي ۽ حساب ڪتاب ۾ ڪوڙيون داخلائون ڪري لڪيو اٿس، ته اهي پئسا ميرن جي شڪار ڪرڻ، ڪتن جي لوڏين رکڻ ۽ ڪتن کي سونين زنجيرن ٻڌڻ وغيره بلي خرچ ٿيا. ميرن يڪدم ڪيس نظربند ڪيو. ديوان انبومل ۾ ڪلي اعتبار هئن. تنهن تي حساب ڪتاب تپاسڻ جو ڪم رکيائون. ديوان انبومل حساب ڪتاب تپاسي، پنهنجي پٽ کي ڏوهي ٺهرايو. سندس سچائي ۽ بي ريائيءَ جو قدر ڪري، ميرن پٽس کي گناهه معاف ڪيو ۽ آئينڊي لاءِ فقط تاڪيد ڪري، تارڪشي لونگي ڍڪايائون، جنهن جون ڪناريون ۽ پلو زريدار هئا ۽ تاڃيءَ ۽ پيٽيءَ ۾ اڌ پٽ ۽ اڌ زري هيس، جنهنڪري وزن ۾ نهايت ڳوري هئي. انبواڻين ۾ پوءِ هيءَ رواج پيو ته منجهائن جيڪو پرڻبو هو، تنهن کي اها لونگي ڇيلهه سان ٻڌندا هئا ۽ گهوٽ لاءِ اها ڀاڳ جي نشاني سمجهندا هئا. ديوان ڏيارام چيچنداس انبواڻي جو هن وقت (1946ع ۾) ٽيهتر ورهين جي ڄمار جو آهي، سو ڳالهه ٿو ڪري ته "مان پاڻ جڏهن پرڻيو هوس، تڏهن اها لونگي ڇيلهه سان ٻڌي هيم. اها لونگي پوءِ ٿهبارون ٿي وئي ته به پراڻيءَ زريءَ جا چوويهه رپيا مليا"

ديوان انبومل کي هڪ نياڻي ۽ اٺ پٽ هئا، جن مان ٽي پٽ بازاري مل، سيٺو مل ۽ پارو مل بنا اولاد گذاري ويو. هن وقت هالاڻيءَ ۾ باقي سندس پنجن پٽن سانولداس، ڏرمداس، واپاري مل، موريندي مل ۽ اٺومل جو اولاد آهي.

ديوان سانولداس جو پٽ ديوان ويڙهومل هو جنهن جو پٽ ديوان نارومل هو. ديوان نارومل جو پٽ ديوان پوڄراج 1880ع ڌاري ڄائو هو. انڪمبرڊ اسٽيٽس ۾ هو ۽ پنجٽيهن ورهين جي ڀرهه جوانيءَ ۾، 1915ع ۾ گذاري ويو. سندس مربي پٽ مسٽر جهمٽ مل، جيڪو حيدرآباد ۾ انسپيڪٽر آف ريجسٽريشن هو. مسٽر جهمٽ مل جو پٽ ڊاڪٽر گوبندرام، جنهن 1945ع ۾ ايل. سي. پي اينڊ ايس (بمبئي) پاس ڪئي ۽ پهريون نمبر آيو.

ديوان پوڄراج جو ٻيو پٽ مسٽر روپچند ڪراچيءَ ۾ ڊائريڪٽر آف سول سپلائيز جي آفيس جو سپرنٽينڊنٽ ۽ ساڳيءَ آکهه مان ديوان شوڪتراءِ خوبچند زميندار هو. ديوان موريي مل جو پٽ ديوان روچيرام زميندار به هو، ته ٺيڪا به ڪڍندو هو هن آکهه ۾ ديوان واسومل ڏرمداس سنت پرش ٿي گذريو آهي.

1782ع ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ اصلوڪي هالاڻيءَ جو شهر زبون ٿي ويو. هاڻوڪو هالاڻيءَ جو شهر پوءِ ٻڌو. هاڻوڪي هالاڻيءَ ۾ اصلوڪي هالاڻيءَ مان، ڪن جزوي گهرن ڪانسواءِ ٻيا سڀ هين هنڌان لڏي اچي ويٺا آهن.

**انبوري:** تار ڇڪڻ جو اوزار آهي، جنهن کي گهڻي ڀاڱي سونارا استعمال ڪندا آهن. منڊريءَ (تند ڇڪڻ جو اوزار) مان تار جڏهن ڇڪي ڪڍبي آهي، تڏهن انبوري ڪم ايندي آهي. 24 ماپي (گيج) کان وٺي 32 ماپي تائين جيڪا تار ڪڍبي آهي، انهيءَ کي به انبوري سان ڇڪبو آهي. جيڪڏهن تار ڇڪڻ ۾ تڪليف ڏيندي آهي ته تار کي تيل پڻ مکيندا آهن. عموماً انبوري کي پڪڙ جو اوزار به سڏيندا آهن. ڪجهه جهونا سونارا هن کي "جنبور" پڻ چوندا آهن ۽ ڪي وري زنبور به چوندا آهن. لوهارڪي ڪم ۾ به انبوري استعمال ٿيندي آهي ۽ هن ۾ انبورين جا ٽي قسم 1- سنبي جي انبوري، 2- ڇيٺيءَ جي انبوري ۽ 3- عام انبوري آهن. جن جا استعمال به مختلف آهن. انبوريءَ جا ٻيا قسم به آهن.

**انبياءِ/ الانبياءِ:** قرآن شريف جي ايڪيهين سورة. ان جو شان نزول اهو آهي ته ان ۾ ڪن نبين جو ذڪر آيو آهي. هيءَ سورة مڪ معظمہ ۾ هجرت نبويءَ کان اڳ نازل ٿي. هن ۾ ست رڪوع ۽ هڪ سؤ ٻارهن آيتون آهن.

هن سورة جو بنيادي موضوع نبي سڳوري جي رسالت جي دعويٰ، توحيد جي دعوت، عقيده آخرت تي مشرڪن جا مختلف ۽ متضاد اعتراض ۽ انهن جي مفصل ترديد آهي. هن سورة جي ابتدا، وچ ۽ خاتمي ۾ وري ماڻهن کي غفلت تي تنبيهه ڪندي کين خبردار ڪيو ويو آهي ته سندن محاسبي جو وقت اچي ويو آهي.

**انبيڪو:** انگريزي ٻوليءَ جي اصطلاح ۾ گدامڙيءَ جي ٻجن جو ٻورو (جيڪو ڪپڙن رڱڻ جي ڪم اچي).

**انيو چرتر** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هيمراج ڪِويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 140 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. هيءَ ڪتاب ست سيا پريس مان سال 1911ع ۾ ڇپيو.

**انيؤ گيان ساگر** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ساڌو ڪيولرام ۽ ساڌو ڪرشنداس جو ترتيب ڏنل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 498 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ٻارهن آنا ڄاڻايل آهي. ورهاڱي کان اڳ ڇپيو هو.

**انيئہ يوگ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پرمانند جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. پرمانند ينڊاريوگ آشرم، شڪارپور طرفان هيءَ ڪتاب ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1936ع ۾ ڇپايو ويو.

**انتخاب:** عربي ٻوليءَ جو هيءُ لفظ سنڌ ۾ "ڳُولڻ" ۽ "چونڊ" جي مفهوم ۾ استعمال ٿيندڙ آهي، جيئن گهڻين شين مان چونڊي ڪنيل يا پسند مطابق ڏٺي ڪنيل. ساڳيءَ جنس مان چونڊي ڪنيل شيءِ يا جدا جدا جنسن مان مرضيءَ مطابق ڪنهن هڪ جنس چونڊي ڪڍڻ کي به "انتخاب ڪرڻ" چيو ويندو آهي. اڄ ڪلهه اردوءَ جي اثر هيٺ "چونڊڻ" (اليڪشن) کي انتخاب يا انتخابات جي اصطلاح سان اچاريو ويندو آهي. تفصيل لاءِ ڏسو "چونڊ. يا چونڊون".

انتخاب: زرعي ۽ سڪني زمين جي ڪاتي واري رڪارڊ مان گهربل ڪاتي جي تصديق شده نقل واري ڪاغذ کي به "انتخاب" چئبو آهي.

انتخاب: انتخاب، چونڊ ادبي شهپارن لاءِ، انگريزي لفظ "Anthology" جي معنيٰ ۾ به ڪم ايندو آهي.

انتخاب: هن نالي سان هڪ ڪتاب شيخ عزيز جو لکيل آهي. هن ڊائجسٽ سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 123 صفحا آهن ۽ قيمت ڏيڍ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، عزيز ڪتاب گهر، حيدرآباد سال 1966ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انتخاب از گلستان وبوستان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا اجمل بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 141 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ٻارهن آنا ڄاڻايل آهي. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، ڇاپو پهريون، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انتخاب تاريخ طاهري** (ڪتاب): هيءَ اصل فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب آهي، جيڪو مشهور شاعر ۽ ليکڪ نياز همايونيءَ پنهنجي طرفان واڌارا ڪري، ترجمو ڪيو آهي. هيءَ ڪتاب سال 1988ع ۾، سنڌي ادبي بورڊ پريس، حيدرآباد مان ڇپيو.

**انتخاب سنڌي ڪلام سچل سرمست** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قاضي علي اڪبر درازيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت 5 پئسا اٿس. ڇاپو پهريون، انقلاب پرنٽنگ پريس، سکر، سال 1972ع ۾ ڇپايو.

**انتخاب صحيح بخاري شريف (جلد:1)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ ڇپايو. ڪچي جلد سان قيمت 12 آنا، صفحا 53، ڪرائون سائيز، ڇاپو پهريون، هاشمي پرنٽنگ پريس، اسٽيشن روڊ، حيدرآباد مان ڇپيو. ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل ناهي.

**انتخاب نثر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غلام محمد شاهوانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 198 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، سال 1956ع ۾ ڇپايو.

**انتر جوالا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هندو ساهتيه پرڪاش، حيدرآباد وارن جو ڇپايل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 116 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ روپيو ڄاڻايل آهي. هندو ساهتيه پرڪاش هيءُ ڪتاب، ڪوهنور پريس حيدرآباد، مان سال 1944ع ۾ ڇپايو هو.

**انتظام تعليم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شفيع محمد بلوچ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ 148 صفحا آهن ۽ قيمت 2 روپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1949ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انجام الفت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب "رضا" حيدرآباديءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن ۽ قيمت ڏهه آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آزاد بوڪ ڊيپو، آفتاب پريس، حيدرآباد مان سال 1943ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، آزاد بوڪ ڊيپو سال 1947ع ۾ ڇپايو.

**انجبار**: هڪ قسم جو پسارڪو وڪر. هڪ قسم جو ننڍي قد جو وڻ. جيڪو 'شام' ملڪ ۾ ٿئي. ان جون پاڙون دوا طور ڪم اينديون آهن.حڪيمن موجب جيڪڏهن جسم جي ڪنهن به حصي مان رت وهندو هجي ۽ بند نه ٿئي ته ان لاءِ انجبار جو شربت (شربت انجبار) مفيد علاج آهي.انجبار ٿڌو تاثير رکندڙ وڪر آهي.

**انجمن حسيني**: سکر پراڻيءَ ۽ سکر نئينءَ ۾ انجمن حسينيءَ جي نالي سان به انجمنون آهن، جن جو تفصيل هن طرح آهي:

سکر پراڻيءَ جا معصومي ۽ ميرڪي سادات، اڪثر شيعا آهن. جن 1901ع ۾ "انجمن حسيني" قائم ڪئي ۽ هر جمعرات امام بارگاهه ۾ مجلسون ڪندا رهيا. سيد علي شاهه معصومي انجمن جو انتظام ڪندو هو.

سکر نئينءَ ۾ به 1901ع ۾ سيد قائم علي شاهه واري پڙ تي. هيءَ انجمن قائم ٿي. سندس وفات ڪان پوءِ پٽس نورمحمد شاهه انجمن کي زنده رکندو آيو. ليڪن وٽن ڪا مستقل امام بارگاهه ڪانه هئي. پر جڏهن ڪان آغا حسن علي پبلڪ پراسڪيوٽر ٿيو. تڏهن سندس ڪوشش سان ٽڙ ڪوارٽر ۾ ميونسپل طرفان پلاٽ ڏنو ويو. جتي هاڻوڪي امام بارگاهه تعمير ٿي آهي.

**انجمن مسلم نوجوانان ڏورو نارو**: 36-1935ع ڌاري انگريزن جي آخري ڏهاڪن ۾، ڏوري ناري ۾ خصوصاً مسلمانن ۾ سياسي ۽ سماجي سجاڳيءَ لاءِ ڪن بزرگن هڪ انجمن ٺاهي، جنهن جو نالو "انجمن مسلم نوجوانان ڏورو نارو" رکيو ويو. جنهن جا شروعاتي آرگنائيزنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر ۽ شروعاتي عهديدار، صدر: هدايت الله ولهاري، جنرل سيڪريٽري: محمد علي ٻلي، خزانچي: حڪيم محمد امين ٻلي ۽ پبلسٽي سيڪريٽريءَ لاءِ لطف الله حساماڻيءَ کي چونڊيو ويو. هيءَ تنظيم آخر ۾ مسلم ليگ يونٽ ۾ تبديل ٿي وئي هئي.

**انجم هالائي**: سندس اصل نالو آخوند حاجي عبدالرحمان. هو 1902ع ۾ هالا ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم قرآن پاڪ جي ورتائين ان ڪان پوءِ مسلم اسڪول هالا ۾ سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جي تعليم اتي جي ناليوارن استادن آخوند عبدالحئي ۽ حاجي سليم الدين جي سايي ۾ حاصل ڪيائين ان بعد وڌيڪ پڙهڻ لاءِ ٽريننگ ڪاليج شهدادپور ۾ داخلا ورتائين تعليم مڪمل ڪرڻ بعد اتي ئي استاد مقرر ٿيو ڪيس ڪتابن پڙهڻ جو بيحد شوق هوندو هو هو هالا مان شايع ٿيندڙ رسالي "فردوس هالا"



جو ايڊيٽر پڻ رهيو. سندس تصنيف "ديوان انجم" گهڻي مقبول آهي. جيئن ته سنڌ جي سڀن ڪهنه مشق شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو انجم هالائي ڪجهه وقت نواب شاهه ۾ رهيو. اتي به پنهنجو ادبي مشغلو جاري رکيائين ۽ نواب شاهه ۾ شايع ٿيندڙ رسالي "رهنما" جو به ايڊيٽر رهيو. نثر ۾ سندس ڪتاب "پياري نازنين"، "شمع اسلام" ۽ هڪ اصلاحي ناول "ڪاروان" به مشهور آهن. سنڌ جي هن سچاڻ شاعر ۽ نثرنويس 1975ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.

**انجڻ**: انگريزي ٻوليءَ جو لفظ Engine آهي. جيڪو ٻاڦ ۽ تيل جي توانائيءَ سان هلندڙ ڪنهن وڏي ڪَل لاءِ استعمال ٿيندو آهي. مثلاً ريلوي انجڻ، پاڻيءَ جي جهاز جي انجڻ، هوائي جهاز جي انجڻ، ڪپهه ڪاٽڻ جي ڪارخاني جي انجڻ، موٽر گاڏين (بسن، ڪارن، رڪشائن، ٽرڪن) جي انجڻ وغيره.



آٽوموبائيل انجڻ

"انجڻ" جي ايجاد ريلوي انجڻ سان لنڊن ۾ ٿي انهيءَ ايجاد ۾ رچرڊ ٽريوٿڪ، جارج اسٽيفنسن جان اسٽيونز، پيٽر ڪوپر، مٿائيس بالڊون شامل هئا. جارج اسٽيونس 1829ع ۾، راڪيٽ نالي سان، آمريڪا ۾ پهرين اسٽيم انجڻ ٺاهي ان جو عملي مظاهرو ڪيو پيٽر ڪوپر 1930ع ۾ آمريڪا جي پهرين ڪارآمد ريلوي انجڻ ٺاهي ۽ انجڻ جا به حصا ڪري، انهن کي جُڙ ۽ چلي سان ڳنڍيو اهڙيءَ طرح انجڻ جو موڙ ڪاٽڻ زياده آسان ۽ محفوظ ٿي ويو هلندڙ دور ۾ ريلوي انجڻ بنيادي طرح اسٽيم انجڻ ۽ بائلر تي مشتمل آهي.

**اِنجٽيون**: هڪ قسم جي وڻ جو ڦر آهي، جيڪي نمورين وانگر ڪاري رنگ جون ٿين. اُن جا داڻا ڏڳهيرا ٿين ۽ ڪاٽڻ ۾ ڪساريون آهن. پسارڪي وڪر طور دوائن ۾ ڪم اچن ٿيون.

حڪيمن موجب انجٽيون معدي کي سگهارو ڪن ٿيون. ڪن بيمارين ۾ فائدو ڏين ٿيون. عام خيال آهي ته هي سوري بند ڪرڻ جو به خاص علاج آهن. ڏندن ۽ مهارن کي مضبوط ڪن ٿيون. قبض ڪشا آهن. هنن جو هميشه استعمال اڇن وارن کي ڪارو ڪري ٿو.

**انجيرُ**: هن وقت هيءُ وڻ سنڌ ۾ ڪافي تعداد ۾ گهرن ۽ باغن ۾ پوکجي ٿو ليڪن اصل ۾ جابلو وڻ آهي. هن وڻ جي گل کي "انجير" چئجي ٿو انجير جابلو وڻ جو ڦر آهي، جيڪو ميوي طور به کائجي ۽ سُڪڻ ڪان پوءِ دوائن ۾ ڪم اچي. ٿورو گول چپٽڙو ميوو آهي. رنگ ناسي، ڳاڙهو ۽ آسماني ملاوت تي ٿئي. انجير جي ڳر ۾ ٻج جا داڻا داڻا هوندا آهن. انجير ذائقي ۾ مٺو ٿئي ٿو



انجير جو وڻ سڀ کان پهريائين ڏکڻ عربستان ۾ پوکيو ويو. اُتان عرب ۽ پورچوگيز واپارين ذريعي وچ اوڀر، آمريڪا ۽ يورپ ۾ متعارف ٿيو. يونان ۾ انجير جي پوک 9 هجري کان اڳ شروع ٿي. نبي سڳوري جن کي انجير (ميوو) ڏاڍو پسند هو. پاڻ سڳورن فرمايو ته "دنيا ته ڇا، پر جيڪڏهن جنت ۾ ڪنهن ميوي کي پسند ڪريان ها ته اهو صرف انجير آهي." پاڪستان ۾ انجير سرحد صوبي ۾ به جام ٿئي ٿو.

تازي انجير ۾ 84 سيڪڙو پاڻي، هڪ سيڪڙو پروٽين، معدنيات ۽ تيزابيت هوندي آهي. سڪل انجير ۾ 17 سيڪڙو پاڻي، 4 سيڪڙو پروٽين، اڍائي سيڪڙو معدنيات ۽ 60 سيڪڙو کنڊ هوندي آهي. انجير ۾ ڪئلشيم، فولاد ۽ فاسفورس ڪافي مقدار ۾ هوندو آهي. چيو وڃي ٿو ته انجير جو شربت چاتيءَ واري بلغم کي صاف ڪري ٿو جنهن سان نزلي، زڪام ۽ ساهه کڻڻ ۾ تڪليف گهٽ ٿئي ٿي. انجير رت ٺهڻ جي عمل کي تيز ڪري ٿو ۽ رت جي کميءَ جو انجير مفيد علاج آهي. انجير چڻ ته مڪمل دوا آهي.

پراڻي زماني ۾ انجير کي پهلوانن جي غذا جو اهم جزو سمجهيو ويندو هو. انجير مان شربت، جام، جيلي، مصري ۽ ڪريم وارا بسڪٽ ٺاهيا ويندا آهن.

حڪيمن موجب انجير کي سياري جي موسم ۾ کائڻ سان توانائي وڌي ٿي. انجير اڌرنگ ۽ مرگهيءَ واري مريض کي پڻ فائدو ڏئي ٿو. پيشاب کي خلاصي نموني خارج ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. ڪيترين بيمارين جي علاج ۾ استعمال ڪندا آهن.

**اِنجيلُ:** 'انجيل' اصل ۾ يوناني لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "خوشخبري". اصطلاحاً وحي يا پيغام رباني، جيڪو حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بني اسرائيل جي هدايت لاءِ ڏنو ويو. هن وقت چئن مختلف ڪتابن کي انجيل چيو وڃي ٿو. جيڪي گهڻو ڪري حضرت عيسيٰ جي سوانح آهن. مگر انهن ۾ به جابجا حضرت عيسيٰ جي تعليمات ۽ معجزن جو ذڪر اچي وڃي ٿو انهن مان پهرين ٽن ڪتابن: متي، مرقس ۽ لوقا جي انجيلن کي "اناجيل متفقه" قرار ڏنو ويو آهي، ڇو ته انهن جو مطلب ملندڙ جلندڙ آهي. چوٿون يوحنا جو انجيل الڳ آهي. انهن چئني کان علاوه حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ايڪيهن حوارين جي تبليغي سرگرمين جي روئداد (اعمال) سندن ايڪيهن خطن ۽ مڪاشفه يوحنا عارف جي مجموعي کي 'عهدنامہ جديد' چوندا آهن، ۽ اهو عيسائين جو آسماني ڪتاب مڃيو وڃي ٿو. انهن چئني ڪتابن کان سواءِ حضرت عيسيٰ جي تعليمات متعلق ڪئين ٻيا ڪتاب به مرتب ٿيا هئا، ليڪن اهي رد ڪيا ويا.



عيسائين وٽ "عهدنامو قديم" ۽ "عهدنامو جديد" ٻئي مقدس آهن. حضرت عيسيٰ تي جيڪو ڪتاب (انجيل) نازل ٿيو هو، اهو ته هڪڙوئي هو پر انجيل جي نالي سان جيڪي ڪتاب بعد ۾ لکيا ويا، انهن جو تعداد لڳ ڀڳ 80 آهي.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان تقريباً چار سؤ سال پوءِ اختلافن کان تنگ ٿي، فقط پنجن انجيلن کي صحيح مڃيو ويو جن مان چار اهي ئي آهن، جيڪي هن وقت عهدنامي جديد ۾ شامل آهن: (1) متيءَ جو انجيل، (2) مرقس جو انجيل، (3) لوقا جو انجيل ۽ (4) يوحنا جو انجيل. انهن ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا حالات زندگي ۽ احڪام گڏ ڪيل آهن، جن کي مذهبي، رسوماتي ۽ قانوني حيثيت حاصل آهي.

پنجين انجيل کي 'پطرس' سان منسوب ڪندا آهن. جنهن ۾ حضرت مريم جي زباني حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ننڍپڻ جا حالات بيان ڪيل آهن. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مقرب ترين دوست برناباس جي تصنيف ڪيل انجيل ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي هڪ برگزيده انسان ۽ الله جي رسول جي حيثيت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هن ۾ آخري رسول جي حيثيت سان حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي مبعوث ٿيڻ جي خبر ڏني وئي هئي، جنهن جا بني اسرائيل منتظر هئا.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي زباني چيو ويو آهي ته "آءٌ مسيح نہ آهيان، بلڪ مسيح مون کان پوءِ اچڻ وارو آهي." خود چئن انجيلن ۾ لفظي، معنوي ۽ واقعاتي اختلاف به موجود آهن.

**اِنچُ:** مفاصلي ماپڻ جو هڪ پيمانو يا ماپو اُن کان وڏو ماپو فوٽ آهي، جنهن ۾ 12 انچ ٿيندا آهن ۽ وال ۾ 3 فوٽ. فاصلي ڪڇڻ جا اهي ئي ماپا آهن. ننڍو ماپو هڪ انچ ۽ وڏي ۾ وڏو بنيادي ماپو هڪ وال. ان کان وڌيڪ ڳڻپ والن سان ليکبي. هاڻي والن بدران ميٽر استعمال ٿئي ٿو، جنهن ۾ 39.5 انچ ٿيندا آهن.

**اِندر:** ويدڪ ڌرم ۽ هندومت مطابق ديوتائن جو راجا، آسمانن جو حاڪم. ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گوڙ تي هن جو اختيار آهي. هيءَ مينهن وسائي ٿو. طوفان به سندس تابع آهي. مندون سندس حڪم سان بدلجن ٿيون. هيءَ سرڳ (بهشت) جو به حاڪم آهي ۽ اتي جون سڀ پريون ۽ اپڇرائون سندس تابع آهن. اندر جي زال جو نالو "اندراني" آهي، جنهن جي پيٽ مان سندس پٽ "جينت" ۽ ڌيءَ "جينتي" پيدا ٿيا.

هڪ روايت موجب "اندر" کي زمين آسمان جي وچ ۾ رهندڙ ديون، پرين جو بادشاهه مڃيو وڃي ٿو، جيڪو عام طرح لوڪ ڪهاڻين ۾ ايندو آهي.

**اندرا شبنم:** اندرا شبنم سنڌي زبان جي خوبصورت ليکڪا، ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي. هن جو پورو نالو اندرا ٽيڪچند شهدادپوري آهي ۽ سندس ادبي نالو اندرا شبنم پونا والا آهي. هن 22 نومبر 1950ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد حيدرآباد سنڌ ۾ ۽ سندس والده لاڙڪاڻي ۾ ڄائي هئي. اندرا شبنم جي تعليم بي.اي، بي. ايڊ ۽ هنديءَ ۾ ساهت رتن آهي. اندرا 22 سالن تائين پمپري جڻ هند هاءِ اسڪول (مهاراشٽر) ۾، ۽ ٽي سال سينٽ ميران اسڪول پوني ۽ هڪ سال تائين پونا ڪاليج ۾ استاد رهي آهي. هڪ سال تائين يروڊا جيل ۾ عورتن جي وارڊن به رهي آهي. اندرا هڪ ئي وقت سنڌي، هنديءَ ۽ اردو جي ليکڪا آهي. هن جي سنڌيءَ ۾ ڇپيل ڪتابن ۾ "شبنمي قطرا (شاعري 1991ع)، سلڻ جو سُک (شاعري 2000ع)، عبادت (ڪهاڻيون 2001ع)، جاڳيل ضمير (شاعري 2006ع)" اچي وڃن ٿا. جڏهن ته "تصويرين"



(هندي آزاد نظم: 2000ع)، "سر گوشيان" (هندي اردو غزل: 2002ع)، ميري منتخب نظمين (اردو شاعري: 2008ع) ۽ ضمير اپنا اپنا (اردو شاعري: 2008ع)" به ڇپجي چڪا آهن. هن جي سنڌي ڪهاڻين جي ڪتاب "عبادت" جو هنديءَ ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. سندس ڪتابن "شبنم قطرا قطرا" کي سنڌي اڪيڊمي دهليءَ پاران (1996ع)، "عبادت" کي نيشنل ڪائونسل فار پروموشن آف سنڌي لئنگئيج گجرات پاران (2003ع) ۽ "سرگوشيان" کي ڪولها پور (مهارا شٽر) ۾ انعام مليل چڪا آهن. اندرا پوني جي سنڌي، هندي ۽ اردو ادبي جماعتن جي سرگرمين ۾ حصو وٺندي رهندي آهي. هوءَ هن وقت ماڊل ڪالوني، شوا جي نگر، پوني (ڀارت) ۾ رهائش پذير آهي.

**اندرا گانڌي:** ڀارت جي پهرين عورت وزيراعظم، ناميارو سياستدان ۽ ڀارت جي اڳوڻي وزيراعظم جواهر لعل نهروءَ جي اڪيلي ڌيءَ، اندرا گانڌي، 19- نومبر 1917ع، الهه آباد (ڀارت) ۾ پيدا ٿي. ڀارت، برطانيا ۽ سوئٽزرلئنڊ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ان وچ ۾ ڪجهه عرصو بنگال جي عظيم شاعر رابندرناٿ ٽئگور جي تعليمي اداري "شانتي نڪيتن" ۾ پڻ تعليم حاصل ڪيائين. تعليم جي حصول کان پوءِ عملي سياست ۾ حصو ورتائين.



21 سالن جي عمر ۾ انڊين نئشنل ڪانگريس جي رڪنيت اختيار ڪيائين. 1942ع ۾ انڊين نئشنل ڪانگريس جي هڪ سرگرم رڪن ۽ پارسي نوجوان فيروز گانڌيءَ سان شادي ڪيائين. 1947ع ۾ ڪانگريس جي عورتاڻي شاخ جي صدر منتخب ٿي. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ آزاد هندستان ۾ لال بهادر شاستريءَ جي ڪابينا ۾ اطلاعات واري وزارت ۾ پڻ رهي. 1966ع ۾ ڀارت جي پهرين وزيراعظم چونڊجي آئي. 1967ع ۽ 1971ع ۾ پڻ چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻيائين. 1977ع تائين بدستور وزيراعظم جي عهدي تي فائز رهي. 1972ع ۾ هن ئي، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان "شمله ٺاهه" ڪيو. 1971ع ۾ سندس جماعت چونڊن ۾، جنتا پارٽيءَ کان شڪست کاڌي، اهڙيءَ طرح هن 22 مارچ 1977ع تي وزارت عظميٰ جي عهدي کان علحدگي اختيار ڪئي. ان کان پوءِ مٿس بدعنوانين جا ڪيترا الزام لڳا ۽ هوءَ گرفتار پڻ ٿي، پر مٿس الزام ثابت نه ٿي سگهيا. سندس گرفتاريءَ، ڪيس هڪ دفعو ٻيهر مقبول ڪري ڇڏيو ۽ هوءَ 1980ع جي وچ ڌاري ٻيهر اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي؛ ۽ وزيراعظم بڻجي ويئي. 1983ع ۾ ڪيس سکن جي بغاوت کي منهن ڏيڻو پيو ۽ 1984ع ۾ هن سکن جي مشهور ڌرمي عبادتگاهه گولڊن ٽيمپل ۾ موجود دهشتگردن خلاف فوجي ڪاروائي ڪرائي، جنهن تي سک مشتعل ٿيا ۽ برصغير جي هن عظيم عورت ۽ باوقار سياستدان کي 31 آڪٽوبر 1984ع تي شهيد ڪيو ويو. سندس ٻه پٽ راجيو گانڌي ۽ سنجي گانڌي هئا. سنجي گانڌي هڪ فضائي حادثي ۾ مارجي ويو. جڏهن ته راجيو گانڌيءَ کي 1991ع جي چونڊ مهم دوران، 21 مئي تي قتل ڪيو ويو. اندرا برصغير جي سياست ۾ وڏو مقام رکي ٿي. راجيو گانڌيءَ جي گهرواري سونيا گانڌي سندس نُنهن آهي، جيڪا هن وقت سندس پارٽي انڊين نئشنل ڪانگريس جي صدر آهي.

**اندرا واسواڻي:** اندرا واسواڻي جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اهم نالو آهي. هن 21 آگسٽ 1936ع تي ميرپور خاص، سنڌ ۾ جنم ورتو. ايم. اي، ايس، ٽي، سي ۽ بي. ايڊ تائين تعليم حاصل ڪيائين. جي. ايس آدرش ڪنيا مها وديالا گانڌيڌام (ڪڇ) جي پرنسپال رهي چڪي آهي. هن وقت رٽائرڊ زندگي گذاري رهي آهي. هن پهرين ڪهاڻي "ڪيٽو" عنوان سان 1958ع ۾ لکي. هن ڪهاڻين لکڻ سان گڏ شاعري ڪئي ۽ مضمون به لکيا آهن.



سندس مختصر ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "نالو" آهي، جڏهن ته سندس ڪهاڻين جا ٻه ٻيا مجموعا "منجري، سنڌي ٽائيمس" پبليڪيشن الهاس نگر پاران اپريل 1996ع ۾ ۽ "ٽڙ"، ڪونج پبليڪيشن ممبئيءَ پاران جنوري 2002ع ۾ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. هن ڪهاڻين ۾ عورت جي جذبن جي عڪاسي ڪئي آهي. هوءَ هڪ ماهر تعليم دان آهي ۽ ڀارت سرڪار کيس "اعليٰ اڌياپڪا" جو خطاب ڏئي سندس مڃتا ڪئي آهي. هن جون ڪهاڻيون هندستان جي ڪيترين ئي زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. هوءَ مشهور ڪوتاڪار، ڪهاڻيڪار ۽ نقاد هريش واسواڻيءَ جي گهرواري آهي ۽ هن وقت آديپور (ڪڇ) ۾ رهائش پذير آهي.

**اِندر پوڄواڻي:** اصل نالو اندر ديو ڄيٺانند پوڄواڻي، ۽ ادبي نالو "اندر پوڄواڻي"، سندس تعليم مئٽرڪ تائين هئي. 22 مارچ 1918ع تي ڳوٺ ٻيلي، تعلقي سجاول، ضلعي ڪراچيءَ (هاڻ ٺٽي) ۾ ڄائو شاعر ۽ ليکڪ آهي، مضمون نويسي ۽ تنقيد سندس پسنديده موضوع آهن. "پرهه ڀاڪون ڪديون" (1963ع) ۽ "ٻجليون ٽيون برسن" (1970ع) سندس شاعريءَ جا ڇپيل ڪتاب آهن. ان کان سواءِ هڪ ٻيو ڪتاب "تاثرات" (1984ع) به ڇپيل اٿس. 1992ع ۾ وفات ڪري ويو.



**اندر تون اجار** (ڪتاب): اسلامي دنيا جي وڏي عالم، حڪيم ۽ فلسفيءَ امام غزاليءَ جي ڪتاب "الاسلام" جو خلاصو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران نور احمد ميمڻ، "اندر تون اُجار" نالي سان، پاڪيٽ سائيز جي 151 صفحن تي مشتمل، آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچيءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. خوبصورت ٽائيٽل ۽ لي آئوٽ سان ڇپيل هن ڪتاب ۾ امام غزالي رح. بهتر انسان ۽ صحيح مسلمان بنجڻ لاءِ بنيادي انساني اخلاقن جي اپٽار ڪئي آهي ۽ ٻڌايو آهي ته جيڪي عادتون ماڻهوءَ کي خواريءَ ڏانهن ڌڪين ٿيون، تن کان پاڻ بچائڻ ڪانسواءِ ماڻهوءَ جو مان مريادا، عزت ۽ منصب ٽڪي جي حيثيت رکن ٿا. موجوده دور جي زوال پذير اخلاقي قدرن کي سگهارو بنائڻ لاءِ هن ڪتاب ۾ لاڀائتو مواد موجود آهي.

**اِنڊَر جَوَ** (ڪتاب): هڪ قسم جو پسارڪو وکر، 'جَوَنِ' وانگر ڊگهو ٻج آهي، جيڪو ٻن قسمن جو ٿئي. هڪڙو اندر جو ملو، ٻيو انڊر جَوَ ڪوڙو. اندر جَوَ ڪوڙي جون ڦريون ڪاريون ۽ اندر جَوَ مٺي جون ڦريون سائي رنگ جون ٿين. هنن ٻجن جو مزاج گرم خشڪ ٿيندو آهي.

**اندر جو آلاپ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ٻوڏراج سوامي آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 99 صفحا آهن. قيمت 12 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو ڀهريون، ٺهلرام بصرمل، نئون ست ڏرم منڊل، حيدرآباد طرفان، موتي پريس، حيدرآباد مان سال 1938ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اندر جو ڄامڙو** (ڪتاب): مشهور ڪهاڻيڪار ايشور چندر جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. جيڪو 1984ع ۾ طارق اشرف ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز ڪتاب جا صفحا 198، قيمت 12 رپيا. ڇپائيندڙ سهڻي پبليڪيشنس، حيدرآباد سنڌ. اجمير واسي ايشور چندر 1998ع ۾ سرڳواس ٿيو آهي. ريلوي ۾ ملازم هو. سندس ڪهاڻين جا ٽي ٻيا مجموعا "چوڪرو ۽ چوڪري"، "سخت ڇهري وارو ماڻهو" ۽ "ٽڏا چپ" ڇپيل آهن. ايشورچندر جي هن ڪتاب "اندر جو ڄامڙو" ۾ ڏهه ڪهاڻيون آهن: (1) سخت ڇهري وارو ماڻهو، (2) اندر جو ڄامڙو، (3) ڪمزور نسن وارو گهر، (4) ٻئي ڏاڪي تي رجندڙ برف، (5) وقت جي انتيءَ بعد، (6) هڪ دلشڪستي شخص جو خط، (7) موٽي آيل ماضي، (8) ٻاهه، (9) ان گهڙيءَ لاءِ...، (10) ملڪيت.

طارق اشرف پاران سندس ڇپايل هيءُ ٻيو مجموعو آهي، جنهن مان ليکڪ جي معيار ۽ سنڌيءَ ۾ مقبوليت ظاهر آهي. طارق اشرف جي لفظن ۾ "ايشور جون ڪهاڻيون پڙهڻ کان پوءِ ائين محسوس ٿيندو ته اها ڪهاڻي ته اسان جي پنهنجي گهر جي آهي، يا اهو واقعو ته اسان جي پنهنجي پاڙي ۾ ٿي چڪو آهي."

**اندر جيت لوهاڻو**: سڄاڻ ليکڪ، صحافي ۽ هاءِ ڪورٽ جو وڪيل اندر جيت ولد ڏالومل 'موتي' لوهاڻو، 1 فيبروري 1967ع تي ٽنڊي باگي، ضلعي بدين ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي (صحافت) ۽ ايل. ايل. بي اٿس. کيس ننڍپڻ کان علم، ادب سان چاهه رهيو. صحافتي دنيا ۾ هو روزاني "سنڌ" ۽ روزاني "الڪ" سان وابسته رهيو. جڏهن ته ماهوار "ششر" (ٻارن جي رسالي) جو ايڊيٽر ۽ پندرهن روزه مخزن "سنڌ لائين" جو سب ايڊيٽر پڻ رهي چڪو آهي. هن لکڻ جو آغاز ٻارن جي لاءِ شاعري ۽ مضمون نويسيءَ کان ڪيو. سندس لکڻيون ۽ ترجما پڻ شايع ٿيندا رهن ٿا. 1986ع کان 1989ع تائين "سنڌ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽ فيڊريشن جو صدر، سنڌي ادبي سنگت شاخ ٽنڊي باگي جو 1991ع تائين ميمبر، پيپلز هيومن رائيٽس سنڌ جو 1993ع کان 2000ع تائين مرڪزي پريس ترجمان، هندو پنچائت حيدرآباد جو 1998ع کان 2006ع تائين ميمبر ۽ پريس سيڪريٽري پڻ رهيو. جڏهن ته 2004ع جي مڪاني چونڊن ۾ قاسم آباد جي يونين ڪائونسل-3 جو ڪائونسلر پڻ رهيو. اندرجيت قومي تحريڪ ۾ سرگرم هئڻ سبب فوجي عتاب جو شڪار به ٿيو. کيس سيپٽمبر 1992ع کان مارچ 1993ع تائين آرمي ٽارچر سيل ۾ قيد رکي بعد ۾ ڪورٽ مارشل ڪيو ويو.



اندرجيت لوهاڻو سٺو وڪيل ۽ سماجي ڪارڪن پڻ آهي. هن وقت سندس رهائش قاسم آباد، حيدرآباد ۾ آهي.

**انڊا اونڊا ويڄ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارو نقاد رسول بخش پليجي صاحب جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. ون يونٽ واري دور ۾ جڏهن جديد سنڌي ادب خلاف هڪ نهايت خطرناڪ ۽ گمراهه ڪن مهم شروع ڪئي وئي ته رسول بخش پليجي جديد ادب جي بچاءَ ۾ روزانه "خادم وطن" ۾ انهن جا جواب ڏنا، جيڪي بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ محترم ابن حيات پنهور ڇپرايا. هن ڪتاب جي سنڌي تنقيدي ادب ۾ وڏي اهميت آهي. هن ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو ڀهريون، انسائيڪلوپيڊيا ڪارپوريشن حيدرآباد سال 1967ع ۾ ڇپرايو. هن ڪتاب جا ٻيا ڇاپا پڻ پڌرا ٿيا آهن.

**اَنڌاري**: گهوڙي کي سنجڻ جو هڪ سامان. گهوڙي کي جڏهن ٽانگي يا گهوڙي گاڏيءَ ۾ ٻڌبو ته ان کي اکين تي هڪ قسم جا ڪويا چاڙهيا ويندا آهن. اهي انهيءَ لاءِ ته جيئن گهوڙو هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ بدران رڳو سامهون رستي کي ڏسي ۽ سڌو هلندو رهي.

**انڌن اڳيان آئينا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارِي ڪارٽونسٽ مراد علي شاهه بکيرائيءَ جي ڪارٽونن جو مجموعو آهي، جيڪي مختلف اخبارن ۾ وقت بوقت ڇپجندا رهيا آهن. هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر آڪاش انصاريءَ، اي. ايچ. پرنٽرس، شاهه فيصل ڪالوني حيدرآباد مان ڇپايو 1997ع ۾ ڇپجندڙ هن ڪتاب جي ڀهرئين ڇاپي جي قيت 30 رپيا آهي.

**انڌو هاٿي، لشڪر جو زيان**: هيءُ ٻهاڪو ان وقت ڏيندا آهن جڏهن ڪنهن شيءِ مان فائدو نه ٿئي، بلڪ فائدي بدران مرڳو نقصان ٿيندو هجي.

سڪندراعظم عيسوي سن کان 327 ورهيه اڳ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، پر ان کان به اڳ، پنجاب جو راجا پورس ساٽس وڙهيو. راجا پورس فتحمنديءَ جي قريب هو. جو سندس لشڪر ۾ جيڪي هاٿي شامل هئا، انهن مان ڪنهن کي ٻرندڙ تير اچي لڳو. هاٿي هراسجي پوئتي هٽيو ۽ پنهنجي ئي لشڪر کي لتاڙي ڀڄڻ لڳو ۽ پورس جي فتح شڪست ۾ بدلجي ويئي. ان جنگ کان پوءِ اهو مثال ڏنو ٿو وڃي ته "انڌو هاٿي لشڪر جو زيان".

**انڊو هينئر** (اينهائڊرس پاڪستانيڪا) / Smooth water snake / *Enhydris Pakistanica*: هيءُ بلا جنس Homalopsine مان آهي. هنن بلائن جي خاص سڃاڻپ اها آهي ته انهن جون ناسون سامهون ۽ مٿي هونديون آهن، نڪ جو چلر پوين چلرن کان وڏو ٿئي ٿو ۽ پڇ چيڙي وٽ ڇيٽرو هوندو آهي. هي پاڻيءَ ۾ رهندڙ نانگن مان آهي، جنهن جي هڪ جنس سنڌ ۾ رهي ٿي. ان ڪٽنب ۾ جنس Enhydris جون نمايان خاصيتون ناسن جي چوڏاري والوَ آهن جيڪي پاڻيءَ کي ناسن ۾ گهڙڻ کان روڪين ٿا. Enhydris Pakistanica (انڊو هينئر) ڊيگهه ۾ 0.5 کان 0.6 ميٽر هوندو آهي، ان جو پڇ 70 کان 100 ملي ميٽر



ٿئي ٿو. هندستان ۾ هن جنس جو نانگ Smooth water Snake / Enhydris enhydris/ آهي، جنهن جي وڌ ۾ وڌ ڊيگهه (نر) 0.90 ۽ (مادي) 0.96 رڪارڊ ڪئي وئي آهي. هي نانگ مضبوط جسم وارو آهي پر ان جي کَل ڍري ٿئي ٿي. مٿي ۽ ڳچيءَ ۾ فرق نٿو ڏسجي. مٿو ننڍو هوندو اٿس. چلر لسا، نرم ۽ چمڪيلا ٿين ٿا. اک جي پُتلي عمودي اٿس. جسم تي چلرن جون 27 کان 30

قطارون ٺيڻس ٿيون. هيءَ بلا ڏينهن جو سرگرم هوندي آهي. مڇيون ۽ ڏيڏر کائي ٿي. پاڻيءَ مان ٻاهر نه نڪرندي آهي. سياري ۾ ڍنڍن جي ڪناري ڏرن ۽ سوراخن ۾ رهندي آهي. زمين تي بيچين رهندي آهي. عام طور آبي ٻوٽن ۾ لڪي پئي هوندي آهي. ٻين بلائن وانگر زبان گهڙي گهڙي ٻاهر نه ڪڍندي آهي. ڀڪڙجڻ تي چڪ نه هڻندي آهي. گرم منڊ ۾ پاڻيءَ جي سوڪهڙي تي مارجي ويندي آهي. سنڌ ۾، خاص ڪري لاڙ ۾ درياهن سان لاڳيتين ڍنڍن، ڍورن ۽ تلائن ۾ ملي ٿي.

**آنڊي جي ڪَسِي:** هيءَ ڪجهه وقت اڳي سنڌو درياهه جو مشهور نڙ يا پَٽُ هو. ڪوٽڙي تعلقي جي ٻڊاپور ۽ انڙپور جي نَڙ جو مال هن نڙ تان ايندو ويندو هو. هيءَ ٻيڙين جي ميلُ ڪري بيهڻ وارو نڙ هو. جو هن هنڌ درياهه جو ڇيڄ هو. جتي لهر ماني رهندي هئي. پٽڻ جي ٻنهي پاسن کان مالدار ماڻهو وٽن جي چانورَ ۾ ڪتولا وجهيو ويٺا هوندا هئا. علائقي ۾ ڪير، ڏڌ ۽ مکڻ جام هوندو هو. شام جو ڪير جا سا‌ڙها پرچي ايندا هئا. جن جي عيوض ملاح، چانور، بصر، مرچ ۽ ڪٽڪ. پاڳين کي ڏيندا هئا. پيدائش جي لحاظ کان سنڌو درياهه جو هيءَ هڪ وڏو پتڻ ۽ بندر ليکبو هو.

درياهه جي اُيي کان وڏن بيراجن جي ٻڌجڻ ڪري اڄ جيئن سنڌو درياهه جو، تيئن اُن جي هِن پتڻ جو اوج به باقي نه بچيو آهي.

**آنڊي جي موري:** تعلقي حيدرآباد ۾، حيدرآباد شهر کان هالا ڏانهن ويندڙ روڊ تي، چئن ميلن جي پنڌ تي، ڳوٺ ڪرڙ سولنگيءَ کي سامهون، واٽرڪورس جي هڪ موريءَ تي هڪ ماڳ آهي، جتي 1948ع ۾ هڪڙو انڌو فقير لانڊي ٺاهي، پاڻيءَ جي مَٽي پرڀو ويٺو هوندو هو. پوءِ اتي هڪڙي هوٽلڙي به ٺهي، جنهن تي آس پاس جا ماڻهو اچي ويهندا هئا، ۽ ڪچهري لڳي پئي هوندي هئي. انڌو فقير ته گذاري ويو، پر هن موريءَ تي "آنڊي جي موري" نالو پئجي ويو.

**اِنڊِپِين:** هڪ قسم جي هولڊر نما، مس سان لڪڻ واري اسٽيلَ يا قلم، جنهن ۾ اندر رهڙ جو ٽيوب پيل هوندو آهي، جيڪو مس سان پري ڇڏبو ته به ٽي ڏينهن لاڳيتو اُن سان لکي سگهبو آهي. ان کي "فائونٽين پين" به چوندا آهن. پرسنڌ ۾ عام طرح "انڊپين" نالو مشهور آهي.



**انڊلٺ:** برسات کان پوءِ آسمان ۾ ظاهر ٿيندڙ ستن رنگن وارو آسماني پٽو.

انڊلٺ ۾ ترتيبوار ست رنگ ٿيندا آهن: واڱڻائي، نيرو، اڇو، سائو، پيلو، نرنجي ۽ ڳاڙهو. واڱڻائي رنگ مٿان ۽ ڳاڙهو رنگ هيٺيان ٿيندو اٿس. ٻيا رنگ انهن ٻنهي جي وچ ۾ هوندا آهن. انڊلٺ جي سائنسي جوڙجڪ هيٺينءَ ريت آهي:



مينهن وسڻ کان پوءِ وايومنڊل ۾ مينهن جي سنهي بوندار رهجي ويندي آهي، پوءِ جڏهن سج مان ايندڙ سفيد روشني، انهن سنهين بوندن مان لنگهندي آهي ته اُن جا ست رنگ الڳ الڳ ٿي ويندا آهن. مينهن جون بوندون گول هونديون آهن. تنهنڪري انڊلٺ جي شڪل به گولائيءَ ۾ هوندي آهي ۽ اها ڪمان جي صورت ۾، اڌ گول وانگر نظر ايندي آهي.

انڊلٺ عام طور تي ان صورت ۾ نظر ايندي آهي، جڏهن سج پٺئين طرف ۽ پاڻيءَ جي ڦڙن جو ميڙ اکين جي سامهون هوندو آهي. انڊلٺ ظاهر ٿيڻ لاءِ اهو لازمي آهي ته مينهن وسڻ کان پوءِ يڪدم سج نڪري اچي. حقيقت ۾ انڊلٺ، سج جي ڪرڻن يعني روشنيءَ جي قدرتي ستن رنگن جي تقسيم آهي.

انڊلٺ کي هنديءَ وارا "اندر ڌنش" چوندا آهن. فارسيءَ ۾ هن کي "قوس قزح" ۽ انگريزيءَ ۾ "رين بو" (Rainbow) سڏيندا آهن.

**انڊيا:** ڏسو: 'ڀارت/ هندستان'.

**انڊيا آفيس لائبريري:** هيءَ اڳوڻي برطانوي وزارت هند جو عظيم الشان ڪتب خانو آهي. هيءَ ڪتب خانو پهريائين "وائيٽ هال" ۾ هو. هاڻي لنڊن جي "بليڪ فريئر روڊ" تي نئينءَ عمارت ۾ آهي. 1947ع ۾ هن ڪتب خاني جو نالو "انڊيا آفيس لائبريري" رکيو ويو. هاڻي ان جو نالو ڦيهر بدلائي "برٽش لائبريري" رکيو اٿن. هن ڪتب خاني جو بنياد 1798ع ۾ "برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ" رکيو ۽ اِن ۾ پهريون ذخيرو رابرٽ اورم (وفات 1801ع) جا خط بنيا، جيڪي هن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي نذر ڪيا هئا. پوءِ آهستي آهستي ذخيري ۾ واڌ ايندي وئي. ڪجهه ذخيرا ڪمپنيءَ جي ملازمن کان خريد ڪيا ويا ۽ ڪجهه ماڻهن تحفي طور نذر ڪيا. انهن مان هڪ وڏو ذخيرو هندستان جي گورنر لارڊ ولزلي (1797ع- 1805ع) جو آهي. هڪ ٻيو وڏو ذخيرو هينري ٿامس ڪولبروڪ کان مليو. جيڪو سنسڪرت جو وڏو عالم هو. هندستان جي سرويئر جنرل سرڪاف ميڪنزي پڻ تامل ۽ ٻين زبانن جا قيمتي مسودا هن ڪتب خاني جي حوالي ڪيا. 1870ع ۾ آرٽرڪ، ويدن جي باري ۾ مسودا ڏنا. هن ڪتب خاني ۾ ٽيپو سلطان ۽ مغل شهنشاهن جي ڪتب خانن جا ڪتاب پڻ موجود آهن. "انڊيا آفيس لائبريري" لاءِ جنهن ماڻهوءَ سڀ کان وڌيڪ ڪم ڪيو، اُهو سر چارلس ولڪنز هو. جيڪو 1806ع ۾ هتي لائبريرين ٿيو. هن ڪتب خاني ۾ يورپي ٻولين کان سواءِ سنسڪرت، فارسي، هندستاني ۽ ٻين اوڀر وارين ٻولين جا ويهن هزارن کان به مٿي قلمي نسخا موجود آهن. انهن مان اڪثر ٻنن، ڪلن ۽ مختلف ڌاتن تي لکيل آهن. هن ڪتب خاني ۾ ڇپيل ڪتابن جو تعداد اڍائي لک کن آهي، جن مان هڪ لک اسي هزار (1,80,000) کان وڌيڪ اوڀر وارين ٻولين ۾ آهن. ان کان سواءِ هٿ جون تصويرون، نقشا ۽ فوٽو به گهڻي تعداد ۾ آهن.

1843ع ۾، انگريزن جي سنڌ تي قبضي کان پوءِ، سنڌ جي برک ڪتب خانن مان ڪتابن ۽ قلمي نسخن جا نهايت ناياب ذخيرا ڦرلٽ ذريعي انڊيا آفيس لائبريءَ منتقل ڪيا ويا. انهن مان بعض نسخن جي، دنيا ۾ فقط اها هڪ ئي ڪاپي هئي، جيڪا هاڻي انهيءَ لائبريءَ ۾ رکيل آهي. محقق، سنڌ تي تحقيق لاءِ، ڳريءَ رقم عيوض انهن نسخن جون ڪاپيون حاصل ڪن ٿا، ڇوته اهي ناياب ذخيرا دنيا ۾ ٻئي هنڌ ڪٿي به نٿا ملن. هن ڪتب خاني ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ به ڪافي ڪتاب موجود آهن.

**انڊيا آفيس لائبريريءَ وارو قلمي نسخو:** شاهه جي رسالي جو هڪ آڳاٽو قلمي نسخو، جيڪو انڊيا آفيس لائبريري لنڊن ۾ ("Sindh 3" .No) محفوظ آهي. هن مڪمل نسخي ۾ جملي 26 سُر آهن ۽ ان کان پوءِ متفرقه بيتن جو داستان ڏنل آهي. انهن سڀني ۾ جملي 1443 بيت ۽ 53 وايون شامل آهن. هيءَ نسخو سُر سسئيءَ سان هن طرح شروع ٿئي ٿو:

"بسم الله

سسئي آبري

بيت:

برتوو ٻنوھ جو، جهڙ جٺن جهالا ڏي،
آءِ تنهن آريءَ کي، ونئُو راھ روئان گهٹو."

هن نسخي جي سرن ۽ بيتن جي ترتيب "برٽش ميوزيم" واري نسخي سان قدري ملي ٿي، پر ان کان جدا ۽ وڌيڪ مختصر آهي. نقل ڪندڙ، يا پوءِ ڪنهن ٻئي ڪاتب، سُرن جي وچان ڪي بيت ۽ وايون ڇڏي ڏنيون آهن. جيڪي آخر ۾ "سرود بسنت" کان پوءِ سُرن- وار سنياري لکيون اٿس. ان کان سواءِ ڪي سر بہ رهائي ڇڏيا اٿس. جيئن تہ 'سرود ليلا چنيسر' ۽ 'سرود هير رانجهو'.

**انڊيا ائڪٽ** (ڪتاب): گورنمينٽ آف انڊيا، پنهنجي رياستن جي لاءِ جيڪي قاعدا قانون جوڙيندي هئي، اهي "انڊيا ائڪٽ" جي نالي سان منسوب ٿيندا هئا. اهي قاعدا قانون ملڪي نظام هلائڻ جي سلسلي ۾ هوندا هئا. ڪي ائڪٽ سڀني انڊيا لاءِ هوندا هئا تہ ڪي جدا جدا رياستن لاءِ خاص ڪري سنڌ پرڳڻي جي لاءِ جيڪي قاعدا قانون ٺهندا هئا، اهي گورنمينٽ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپائي، سڀني محڪمن کي موڪليا ويندا هئا.

سال 1872ع کان وٺي گورنمنٽ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيل انڊيا ائڪٽ هيٺ ڏجن ٿا:

سال 1872ع، ائڪٽ نمبر1: صفحا 120، قيمت هڪ رپيو. ڇاپو ڇوٿون، گورنمينٽ پريس، ڪراچيءَ مان 1945ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1884ع، **ائڪٽ نمبر** 12: پوپ بي. اي جو لکيل، صفحا 4، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1894ع، **ائڪٽ نمبر**9: ڊبليوا يف. هڊسن جو لکيل، ڪرائون سائيز ۾ 44 صفحا، قيمت 3 آنا، ڇاپو ٻيو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان سال 1930ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1916ع، **ائڪٽ نمبر** 15: ايس. ايچ. ڪورنٽون جو لکيل، صفحا 3، قيمت هڪ آنو ٻهريون ڇاپو، ڪمشنرس پريس، ڪراچيءَ مان 1917ع ۾ ڇپيو. سال 1917ع، ائڪٽ نمبر 11: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر جي پريس، ڪراچيءَ مان سال 1917ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1917ع، **ائڪٽ نمبر** 18: صفحا 2، قيمت 2 آنا ٽي پايون ڇاپو ٻهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1917ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1918ع، **ائڪٽ نمبر**2: قيمت هڪ آنو 9 پايون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1918ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1918ع، **ائڪٽ نمبر**4: صفحا 3، گورنمينٽ پريس، ڪراچيءَ مان 1918ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1918ع، **ائڪٽ نمبر** 13: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 3 پايون، ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1918ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1918ع، **ائڪٽ نمبر**14: صفحا 4، قيمت هڪ آنو 3 پايون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1918ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر** 1: صفحا 3 ۽ قيمت هڪ آنو 3 پايون، جاٿايل آهن. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان سال 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر**2: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 3 پايون ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1912ع ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر** 10: صفحا 22 ۽ قيمت ٽي آنا 6 پايون. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر** 12: صفحا 8، قيمت هڪ آنو 9 پايون. ٻهريون ڇاپو، 1919ع ۾ ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر**6: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر** 21: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1919ع، **ائڪٽ نمبر** 23: صفحا 6، قيمت هڪ آنو 9 پايون. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1919ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر** 8: صفحا 4، قيمت هڪ آنو 9 پايون جاٿايل آهي. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1920ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر**14: صفحا 11، قيمت ٻہ آنا 3 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان، 1920ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر** 29: صفحا 4، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ڇاپو ٻهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1920ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر** 32: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1920ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر** 39: صفحا 18، قيمت 3 آنا، ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1921ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1920ع، **ائڪٽ نمبر** 48: صفحا 13، قيمت 2 آنا، ٻهريون ڇاپو ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان سال 1921ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1921ع، **ائڪٽ نمبر** 12: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 2 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1921ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1921ع، **ائڪٽ نمبر**13: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڇاپو ٻهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1921ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1922ع، **ائڪٽ نمبر**7: صفحا 27، قيمت 3 آنا 6 پايون. ڇاپو ٻهريون ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1922ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1922ع، **ائڪٽ نمبر** 18: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1922ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1923ع، **ائڪٽ نمبر** 19: صفحا 29، قيمت 4 آنا. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1923ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1923ع، **ائڪٽ نمبر** 28: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1923ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1923ع، **ائڪٽ نمبر** 36: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1923ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1923ع، **ائڪٽ نمبر** 41: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1923ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1923ع، **ائڪٽ نمبر** 42: صفحا 16، قيمت 2 آنا. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1923ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1924ع، **ائڪٽ نمبر** 1: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1924ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1924ع، **ائڪٽ نمبر** 3: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1924ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1924ع، **ائڪٽ نمبر** 9: صفحا 8، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1924ع ۾ ڇپيو.

**سال** 1924ع، **ائڪٽ نمبر** 14: صفحا 19، قيمت 2 آنا 6 پايون. ٻهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1924ع ۾ ڇپيو.

سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 4: صفحا 13، قيمت 2 آنا 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 6: صفحو 1، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 7: صفحا 7، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڇاپو ڀهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 10: صفحا 3، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 12: صفحا 15، قيمت 2 آنا. ڇاپو ڀهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 13: صفحا 13، قيمت 2 آنا 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 14: صفحا 8، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 25: صفحا 2، قيمت هڪ آنو 3 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1926ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 26: صفحا 7، قيمت 5 آنا 6 پايون. ڇاپو ڀهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1926ع ۾ ڇپيو.
سال 1925ع، ائڪٽ نمبر 37: صفحا 5، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1926ع ۾ ڇپيو.
سال 1926ع، ائڪٽ نمبر8: صفحا 4، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1927ع ۾ ڇپيو.
سال 1926ع، ائڪٽ نمبر 16: صفحا 32، قيمت 4 آنا، ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1927ع ۾ ڇپيو.
سال 1926ع، ائڪٽ نمبر 21: صفحا 4، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1927ع ۾ ڇپيو.
سال 1927ع، ائڪٽ نمبر 4: صفحا 7، قيمت 2 آنا. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1927ع ۾ ڇپيو.
سال 1928ع، ائڪٽ نمبر 5: صفحا 10، قيمت هڪ آنو 3 پايون، ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1928ع ۾ ڇپيو.
سال 1928ع ائڪٽ نمبر9: صفحا 15، قيمت 2 آنا 3 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1928ع ۾ ڇپيو.
سال 1929ع، ائڪٽ نمبر 6: صفحا 12، قيمت هڪ آنو ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1929ع ۾ ڇپيو.
سال 1929ع، ائڪٽ نمبر 10: صفحا 15، قيمت 2 آنا. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1929ع ۾ ڇپيو.
سال 1930ع، ائڪٽ نمبر 3: صفحا 56، قيمت 4 آنا. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1930ع ۾ ڇپيو.
سال 1930ع، ائڪٽ نمبر 30: صفحا 39، قيمت 2 آنا 6 پايون. ڇاپو ڀهريون، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1930ع ۾ ڇپيو.
سال 1930ع، ائڪٽ نمبر 24: صفحا 16، قيمت 2 آنا. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1931ع ۾ ڇپيو.
سال 1930ع، ائڪٽ نمبر 30: صفحا 5، قيمت هڪ آنو ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1931ع ۾ ڇپيو.
سال 1932ع، ائڪٽ نمبر 9: صفحا 63، قيمت 5 آنا، ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1932ع ۾ ڇپيو.
سال 1932ع، ائڪٽ نمبر 23: صفحا 16، ڇاپو ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1932ع ۾ ڇپيو.
سال 1933ع، ائڪٽ نمبر 15: صفحا 32، قيمت هڪ آنو 6 پايون. ڀهريون ڇاپو، ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان 1934ع ۾ ڇپيو.
سال 1944ع، ائڪٽ نمبر1: صفحا 34، قيمت 5 آنا، ڀهريون ڇاپو ڪمشنر پريس ڪراچيءَ مان 1944ع ۾ ڇپيو.

**انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي:** آڪٽوبر 1989ع ڌاري هندستان جي شهر پوني ۾ سنڌي اديبن پاران ڪوٺايل ادبي سيمينار ۾ يڪراءِ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو تہ هندستان ۾ سنڌي ٻولي، ادب، فن ۽ تعليم جي بقا ۽ بچاءَ لاءِ هڪ ادارو قائم ڪيو وڃي. نتيجي ۾ انهي ئي سال (1989ع) آديپور، ڪڇ



۾ انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو بنياد وڌو ويو ۽ 1990ع کان انهيءَ جون باقاعدي سرگرميون شروع ٿيون. انسٽيٽيوٽ جي آفيس، هڪ خريد ڪيل بنگلي ۾ قائم ڪئي وئي. شروع (91-1990ع) ۾ انسٽيٽيوٽ جو خرچ پندرهن هزار ٿيو سال 93-1992ع ۾ اُن جي بجيٽ ساڍا ست لک رپيا ٿي. هن وقت ان جي بجيٽ تمام گهڻي مٿي آهي.

انسٽيٽيوٽ جي سرگرمين ۾ جدا جدا درجن وارا سنڌي ڪلاس هلائڻ، موسيقيءَ، ناچ، چترڪاريءَ ۽ ناٽڪ جي سکيا ڏيڻ سان گڏ پرسنالٽي ڊيولپمينٽ ڪورس، I.A.S ۽ ٻين سول سروس جي امتحانن لاءِ صلاح ۽ اپياس جا ڪلاس هلايا وڃن ٿا. ان کان سواءِ انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ 'سنڌواڻي'، 'بليٽن'، ۽ 'رچنا' ادبي مخزن جي اشاعت، رفرنس لائبرري، ڪمپيوٽر سينٽر ۽ الڳ الڳ قسمن جي لغتن کان سواءِ انسٽيٽيوٽ پاران "ساڌو هيرانند نولراءِ اڪيڊميءَ" جي نالي سان هڪ سنڌي ميڊيم اسڪول پڻ هلايو وڃي ٿو. هتي ڪمپوزنگ لاءِ سنڌي فانٽن جا ڪمپيوٽر ۽ سنڌي ٽائيپ رائيٽر پڻ آهن. ان کان سواءِ سنڌي پرنٽنگ جي سهوليت پڻ موجود آهي، جتان ڪيترائي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. هن اداري پاران ڀهريون ڪتاب 'تاراڻ شيام' جي نالي سان ڇپيو 1993ع ۾ هن اداري 'سنڌي ناٽڪ جي اوسر' جي عنوان سان پريم پرڪاش جي، پي. ايڇ. ڊي ٿيسز پڻ ڇپائي پڌري ڪئي. هن انسٽيٽيوٽ پاران سنڌي ڪلامن جون ڪئسٽون پڻ جاري ڪيون ويون ۽ سنڌي ٻوليءَ، ادب، لوڪ ادب ۽ ثقافت تي ڪيترا ڪتاب ڇپايا ويا آهن. هن اداري جو بنياد وجهندڙ توڙي ڊائريڪٽر رهندڙ ٻہ شخصيتون تاريخ ۾ هميشہ ياد رهنديون، ڊاڪٽر ستيش روهڙا، ڊاڪٽر موتي پرڪاش ۽ لکمي کلاڻي. هن وقت ان جو ڊائريڪٽر لکمي کلاڻي آهي. هن اداري جي هڪ سرگرم ڪارڪن ومي سدارنگاڻي آهي، جيڪا شاعر هئڻ سان گڏ اداري جي ادبي پروگرامن جي آرگنائيزر پڻ آهي. انسٽيٽيوٽ جي پوسٽل ائڊريس: پوسٽ باڪس نمبر 10، 2/ بي 16، آديپور، ڪڇ 370205، ڀارت آهي ۽ E-mail ايڊريس آهي: sindhlogy@wilnetonline.net.

**انڊين اينڊ فارين ٽريڊ ايڊورٽائيزر** (اخبار): هن نالي سان سن 1910ع ۾ شڪارپور مان هڪ هفتيوار اخبار ڪيئل رام ايلداس آهوجا جي ادارت ۾ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ جاري ٿي. هي اخبار "لڪشمي پريس" شڪارپور ۾ ڇپجندي هئي. 1914ع کان هن اخبار کي ٽيڪچند ويرومل گوڪلاڻيءَ پنهنجي ادارت ۾ هلايو. اهڙيءَ طرح وري 1915ع کان وشنداس پنجومل پاٽيا ايڊيٽر ٿيو. شروع ۾ هن اخبار جي پاليسي واپار کي هٿي ڏيڻ هئي. پر پوءِ پهرين عظيم جنگ جي ڪري ملڪي ۽ عالمي سياست تي خبرون ۽ مضمون شايع ڪندي رهي. ان جي ڪجهه سالن کانپوءِ هي اخبار بند ٿي وئي.

**اِنڍڙ**: هڪ ذات جو نالو، جيڪي گهڻو ڪري اُتر سنڌ ۾ رهن ٿا. انڍڙ پهريائين هندو هئا. پوءِ مسلمان ٿيا. اهي گهوٽڪي، سکر ۽ شڪارپور ۾ رهندڙ آهن. مسلمان ٿيڻ وقت هنن پنهنجا جٽيا لاهي، پير موسيٰ نواب جي درگاهه تي رکيا هئا. هن ذات مان مولوي عبدالقادر انڍڙ مشهور هاري ليڊر ٿي گذريو آهي. مولوي عبدالواحد سنڌي مرحوم، نئين زندگيءَ جو اڳوڻو ايڊيٽر به انڍڙ ذات مان هو.

**انڍڙ، رفيق احمد**: سجاڳ ليکڪ ۽ قومي ڪارڪن. رفيق احمد انڍڙ تعلقي پنو عاقل جي ڳوٺ ستابي انڍڙ ۾ 23 سيپٽمبر 1965ع تي جنم ورتو. سندس والد استاد محمد عباس هاري ڪميٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ۽ سماجي اڳواڻ رهيو آهي. 1980ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول پني عاقل مان مئٽرڪ ڪري، حيدرآباد جي مسلم سائنس ڪاليج مان انٽر ڪيائين. بعد ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سنڌي ادب ۾) ڪري پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1990ع ۾ پبلڪ ائڊمنسٽريشن ۾ ماسٽرس ڪيائين. ڪيس ننڍپڻ کان ادب ۽ قومي سرگرمين ۾ دلچسپي رهي. 1982ع کان لکڻ جو آغاز ڪيائين. هيل تائين سوين ڪالم، مضمون ۽ شعر مختلف رسالن، اخبارن ۾ شايع ٿيا اٿس. 1973ع ڌاري



جڏهن هارين جي حقن لاءِ هڙتالن جو سلسلو شروع ٿيو ته رفيق انڍڙ، پنهنجي والد سان گڏ الهه بچائي مرڻاس ۽ ٻين سان بک هڙتال تي ويٺو. ان وقت هُو سڀ کان ننڍي عمر وارو بک هڙتالي ڪارڪن هو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو ويجهو ساٿي ۽ هاري ڪميٽيءَ جو اڳواڻ ڪامريڊ عبدالقادر انڍڙ پڻ ان بک هڙتال ۾ ساڻن گڏ هو. ان کان علاوه رفيق انڍڙ سائن بورڊ ۽ ريلوي اسٽيشنن جا نالا سنڌيءَ ۾ لکڻ واري مهم ۾ پڻ پنهنجي دوستن سان گڏ سرگرم رهيو. پاڻ "سنڌي ٻارڙا سنگت سنڌ" جو وائيس چيئرمئن رهيو. 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران هُو ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (ڊي. ايس. ايف) جي دوستن سان گڏ جيل ڀريو تحريڪ سبب سينٽرل جيل ڪراچيءَ ۾ مختصر عرصو قيد رهيو. 1986ع ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي ڏيهه واپسيءَ تي ڀرپور استقبال واري مهم دوران پڻ گرفتار ٿيو. بعد ۾ "جيئي سنڌ تحريڪ" ۾ جدوجهد دوران سکر ايئرپورٽ واري "جهنڊي ڪيس" ۾ پڻ هن 6 مهينا جيل ڪاٽيو. بعد ۾ هو پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو.

رفيق انڍڙ، علم ادب سان وابستگي قائم رکندي سنڌي ادبي سنگت شاخ پني عاقل جو 1981ع کان ميمبر ۽ هاڻوڪو خزانچي پڻ آهي ۽ مختلف مضمون ۽ ڪالم لکندو رهي ٿو هن وقت سئي سدرن گئس ڪمپنيءَ ۾ اسسٽنٽ مئنيجر آهي ۽ پني عاقل ۾ رهائش پذير آهي.

**اُنڙ**: سنڌ جي سمات قبيلن جو هڪ شخص، جنهن جي نالي پٺيان "انڙ" ذات جو بنياد پيو. سماٽن لاءِ روايت آهي ته سام جو اولاد آهن. سنڌ جي سمن جو ڏاڏو 'هسپت' هو انڙ انهيءَ هسپت جو اولاد آهن. انڙن جو شجرو تحفة الڪرام موجب هيٺينءَ ريت آهي:

اُنڙ پٽ لاکو پٽ لاکير پٽ اُڍو پٽ اوڍر پٽ نوتيار پٽ نيت، جيڪو هسپت جو پوٽو هو. اُنڙ جي ٻيءَ لاڪي کي ٻه گهرواريون هيون. "ٻلي ڇاره" نالي گهرواريءَ مان ڪيس اُڍو، مُهڙ ۽ ٻه ٻيا پٽ ٿيا. ٻيءَ گهرواريءَ مان اُنڙ، ڇتو ڦل لاکو ۽ مناهي ٿيا.

سنڌ ۾ سمن جو پهريون حاڪم ڄام فيروزالدين انڙ هو جنهن جو اولاد ڪافي وڌيو ۽ سنڌ ۾ پکڙيو سندس نالي جي ئي نسبت سان، پوءِ سنڌ ۾ "انڙ" قبيلو مشهور ٿيو هن وقت هي قبيلو قديم لاڪات پرڳڻي (موجوده سکرنڊ ۽ دولت پور صَفَن تعلقن) ۾، اڪثريت سان رهي ٿو "انڙ" قبيلي جي دعويٰ آهي ته اُهي سموري "سمات" برادريءَ جو سردار قبيلو آهن. اُن ڪري اڄ تائين انڙ "ڄام" لقب اختيار ڪيو اچن. سنڌ ۾ هلندڙ دؤر ۾ انڙ قبيلي جا ڪيترائي مشهور ماڻهو ٿيا، جن ۾ رئيس علي نواز خان انڙ، رئيس رسول بخش انڙ، حاجي غلام حسين انڙ (سابق ايم پي اي)، بيگم گلزار انڙ (سابق ايم پي اي)، رسول بخش انڙ وڪيل، الطاف حسين انڙ، بهاول خان انڙ، ڄام تماچي انڙ (موجوده ايم. پي. اي) وغيره شامل آهن.

**اُنڙ پور**: هيءُ اڳوڻي دادو ۽ موجوده ڄامشوري ضلعي جو مشهور قديم شهر آهي، جيڪو ڄام انڙ سمي ٻڌرايو هو. هن وقت تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ آهي ۽ گهڻي وسنديءَ وارو شهر آهي. هن شهر جي ويجهو علي آباد کان هيٺ هڪ اولياءَ الله، عابد ۽ زاهد شخصيت، مخدوم ساهڙ جو قبو آهي، جيڪو مخدوم بلاول جو خليفو ۽ بلاولي تحريڪ سان وابسته هو.

مخدوم ساهڙ ڪرامت جو صاحب هو. هڪ پيري پاڻ جڏهن متياري شهر ۾ ويو ته اُتي سمهڻ مهل پير ڊگهيري نه سُتو ۽ چيائين ته "هتي چوڌطرف ساداتن جا گهر آهن. بي ادبي ٿيندي". سندس چوڻ هو ته "ان ماڻهوءَ کي مرشد يا پير ڪري مڃجي، جنهن ۾ هيٺين ٽي خاصيتون هجن: هڪ خاصيت اها ته جڏهن وٽ ويهجي ته خدا ياد پوي، ٻي اها ته هن کي ڇڏڻ ڏکيو لڳي، ۽ ٽيون هيءَ ته جيڪا ڳالهه ڪري ته ان جو دل تي اثر پوي."

انڙپور جو تاريخي ماڳ، ڪوٽڙيءَ کان ٻاويهه ميل اتر طرف آهي. روايتن موجب اهو ٽيون ڀيرو وسايل ڳوٺ آهي ۽ تاريخ ۾ بيان ڪيل انڙپور کان ڇهه ميل اولهه طرف آهي؛ هيءُ ڳوٺ 1592ع ۾ اجا به ڪجهه اوڀر طرف هو ۽ درياهه جو مکيه وهڪرو "پهريءَ" کان ٿورو پنڌ اولهه تي وهندو هو ۽ ٻهري اڄ جيان اڳي به درياهه جي ساڄي پاسي وسندڙ هئي. ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ هن ڳوٺ جو وڏو حصو درياهه پائي ويو. ان جو مطلب اهو ٿيو ته اهو ڳوٺ ڪافي وڏو هوندو، ڇاڪاڻ ته درياهه جي پائي وڃڻ کان پوءِ اُن جو ڪجهه حصو اجا به موجود آهي.

پراڻن ماڻهن جو چوڻ آهي ته هيءُ شهر ڏاڍو خوبصورت هوندو هو هن شهر ۾ هڪ قلعو به ٺهيل هو. جو پوءِ سيلاب يا ٻئي ڪنهن سبب جي ڪري ختم ٿي ويو. شهر جي منڍ ۾ سامهون هڪ عاليشان دلي دروازو هو دروازي کان وٺي شهر تائين فانوس هوندا هئا. جيڪي رات جو روشني ڪندا هئا.

انڙپور جي ڀرسان هڪ ٻيلو به آهي، ان ۾ وقت جا امير شڪار ڪندا هئا. بهرحال ورهاڱي کان پوءِ گهڻي تبديلي آئي آهي. هن وقت هتي هڪڙي اسپتال ۽ پرائمري اسڪول آهي. هن علائقي ۾ مختلف ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا. جن ۾ انڙ، ميمڻ، ڪوسا ۽ ماڇي گهڻائيءَ ۾ آهن.

**انڙپور واري جنگ**: اڪبر بادشاھ ملتان ۾ منزل انداز ٿيو تہ ٻيا سڀ صوبا سندس سلاميءَ تي ويا. پر ٺٽي جو حڪمران جاني بيگ نہ ويو. تنھن تي اڪبر بادشاھ، خان خانان کي ٺٽي تي ڪاهڻ جو حڪم ڏنو. مرزا جاني بيگ بہ لشڪر وٺي خان خانان سان انڙپور وٽ اچي سامھون ٿيو. پھرين ڏينھن جي جنگ ۾ ٻنھي طرفن جا هزارين سپاهي مارجي ويا. ليڪن فتح ۽ شڪست جو ڪو بہ نتيجو ڪونہ نڪتو. ٻئي ڏينھن واري جنگ شروع ٿي تہ خان خانان جي لشڪر ٻيڙيائين توبن سان حملو ڪيو ۽ پوءِ هاٿين جي قطار سنڌ جي لشڪر تي چاڙهي ۽ ان جي پويان سوارن ۽ پيادن سان حملو ڪيو. مغلن وٽ هٿيار ۽ بارود بي انداز هئا ۽ لشڪر بہ گهڻو هو. آخر سنڌ جو سپاھ مارجي ويو ۽ مرزا جاني بيگ صلح جو جهنڊو ڏيکاري خان خانان آڏو پيش پيو. خان خانان، مرزا جاني بيگ کي وٺي اڪبري دربار ۾ پيش ڪيو. پر اتي مرزا جاني بيگ جي بهاديءَ جي گهڻي تعريف ڪيائين. جنھن تي اڪبر بادشاھ سندس خطا معاف ڪري ڪيس سڄي سنڌ جو حڪمران مقرر ڪرڻ چاهيو. پر مرزا جاني بيگ اهو قبول نہ ڪيو ۽ پنھنجي پٽ مرزا غازي بيگ لاءِ سفارش ڪيائين، جيڪا قبول ٿي ۽ مرزا غازي بيگ سنڌ جو حڪمران مقرر ٿيو.

**انڙ غلام رسول**: غلام رسول انڙ، مشھور سياستدان حاجي امام علي انڙ جو پٽ آهي. هو 1949ع ۾ نواب شاھ ويجهو ڪڏهر ڳوٺ ۾ ڄائو. ميٽرڪ تائين تعليم ورتائين. سندس پيشو زميداري آهي. هو 1977ع ۽ 1993ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي ۽ 1997ع ۾ مسلم ليگ (ن) جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1997ع واري دور ۾ وڏي وزير جو صلاحڪار مقرر ٿيو. 2007ع ۾ نگران حڪومت ۾ ٻيلي کاتي جو وزير مقرر ٿيو. اسيمبلي جي ٻيلي کاتي جو وزير مقرر ٿيو. اسيمبلي جي چونڊ لڙڻ لاءِ گريجوئيشن واري شرط سبب پنھنجي پٽ عبدالحفيظ انڙ کي سياست ۾ آندائين. صوبائي اسيمبلي جي نوابشاھ واري سيٽ لاءِ مسلم ليگ (ق) جو اميدوار هو. سندس پٽ عبدالحفيظ 2008ع ۾ دل جو دورو پوڻ سبب گذاري ويو.

**انڙ ڪوٽ/ ڪيرٿين ڪوٽ**: هن ماڳ جي بيهڪ 62' °68 اوڀر ۽ 63' °24 اتر ۾ آهي. هي ڪوٽ بدين ضلعي، گولاڙچي تعلقي جي ديھ ڪيرٿين سروي نمبر 456- 449، جاتي ڪور واھ رستي تي لغاري سم نالي سان چار پنج ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. ڪوٽ زمين جي سطح کان 15 فوٽ ڪن مٿي ڏيڍ بلاڪ ۾ ورهايل آهي. هن چوڪنڊي ڪوٽ جو هر پاسو 800 فوٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ ۾ 28 برج آهن. ڪوٽ جي پٽ جي ويڪر 8 فوٽ آهي. ڪوٽ ۾ ٻن پاسن کان دروازن جا نشان ملن ٿا. اوڀر پاسي وارو دروازو ويڪر ۾ ٻن ڏاند گاڏين جي لنگهڻ جيترو آهي. ٻئي دروازي جا اولھ پاسي نشان آهن. ڪوٽ ۾ هڪ کوھ جا آثار اوڀر اتر ڪنڊ تي بيٺا آهن. کوھ جو قطر ڏھ ٻارنهن فوٽ ٿيندو. سرن جي ماپ 2x8 - 13x1/2 انچ آهي. هي قلعو سمن جي پهرئين بادشاھ ڄام فيروز الدين جي دور جو ٺھيل ٿو جنھن کي شاھ لطيف ڄام انڙ جي نالي سان ڏاتار ۽ سورهيہ طور ڳايو. سومرن جي آخري حڪمران همير سومري کي قتل ڪرڻ کان پوءِ ڄام انڙ سمن جو پهريون سردار ٿيو اهو 1350- 51ع جو واقعو آهي.

**اِنسانُ**: جنھن مخلوق کي انسان يا ماڻھو چئي سگھجي ٿو اها ڌرتيءَ تي لڳ ڀڳ 2 ملين (20 لک) سالن کان رهندي پئي اچي. ڌرتيءَ جي عمر جي پيٽ ۾ 2 ملين سال اک ڇنڀ جي برابر آهن. زمين جي مجموعي عمر لڳ ڀڳ 4700 ملين سال آهي. جيڪڏهن فرض ڪجي تہ ڌرتيءَ جي عمر فقط 24 ڪلاڪ آهي تہ پوءِ ائين چئبو تہ ماڻھوءَ کي جنم ورتي اڃا هڪ منٽ بہ ڪونہ ٿيو آهي. پر ان هڪ منٽ ۾ انسان ڪيڏا ڪم ڪيا آهن، ان جو تہ ڪاٿو ئي ڪونھي. ان هڪ منٽ اندر هن دنيا جي عظيم ترين تهذيبن ۽ ثقافتن کي جنم ڏئي ڌرتيءَ کي عجيب رنگ بخشي ڇڏيو آهي.





انسان جيڪي ڪجھ ڪيو ان جو لکت ۾ رڪارڊ وڌ ۾ وڌ پنج هزار سال اڳ کان شروع ٿئي ٿو ان ئي رڪارڊ مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ اوائلي تهذيبن وارا انسان ڪيئن سوچيندا هئا ۽ انھن جا باهمي رشتا ڪيئن هئا؟ ان کان سواءِ انسان ڪيئن ۽ ڪٿي رهيو؟ ان جو جواب ڳولڻ لاءِ قديم آثارن جي ماهرن هن مهل تائين وڏي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي ۽ ڪافي ثبوت هٿ ڪيا آهن، پر تڏهن بہ اڃا گهڻو ڪجھ ڪوهيڙي ۾ لڪل آهي ۽ گهڻو ڪجھ وقت سان ضايع ٿي چڪو آهي.

انھن ثبوتن ۾ اسان کي پنڊ پهڻ ٿيل هڏيون، پٿرن مان گهڙيل اوزار، پڳل ٺڪرائو، غارن ۽ جبلن تي چٽساليون ۽ اُڪرون ملن ٿيون. جيتوڻيڪ هٿ آيل اهي آثار ڪي گهٽا نہ آهن، تڏهن بہ قديم آثارن جي ماهرن انھن ئي آثارن جي مدد سان انسان جي جسماني، ذهني ۽ ثقافتي اوُسر جا اندازا بہ لڳايا آهن.

انساني نسل جو بڻ بڻياد ۽ ان جو اصل وطن ڳولڻ لاءِ پاڻ کي 40 ملين سال اڳ کان سفر شروع ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ تہ اهو ئي اهو دؤر آهي، جنھن بابت ڊارون جو خيال آهي تہ ان وقت اها مخلوق پيدا ٿي. جيڪا لڳ ڀڳ 38 ملين سالن جا ارتقائي ڏاڪا طئي ڪرڻ کان پوءِ اوزار ٺاهڻ لڳي ۽ جنھن کي هاڻي اسان اوائلي ماڻھو چئون ٿا.

40 ملين سال اڳ واري نسل بابت ڊارون جو خيال آهي تہ متان اهوئي انسان ۽ وڏن بن مانسن جو گڏيل ترُ ڏاڏو هجي! ان نسل جي اولاد مان هڪ گروھ ٻيلن ۾ رهيو ۽ انھن مان بن مانس، پولڙا ۽ اڄوڪا چمپنزي پيدا ٿيا. پر ٻيو گروھ لڳ ڀڳ 20 ملين سال اڳ وڻن تان ان مهل لهي آيو. جڏهن شايد ٻيلا گهٽجڻ لڳا هجن ۽ کليل ميداني علائقن ۾ خوراڪ گهڻي ملندي هجي ۽ اُتي روزاني ڪار ڪرت بهتر هجي. ڪيئي ملين سالن جي وقفي کان پوءِ هٿن ۽ پيرن جي مدد سان هلندڙ هن مخلوق ٻن پيرن تي اُڀو هلڻ سکي ورتو. ان جا پويان چنبا پير بڻجي پيا. جڏهن تہ اڳيان چنبا آزاد هئڻ ڪري وڌيڪ حساس ٿيا ۽ انھن ۾ ڇُهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جي سگھہ وڌي وئي. آزاد چنبا، جيڪي هاڻي هٿ بڻجي ويا هئا، ڪاٺيون ۽ پٿر اٿلائڻ پٿلائڻ، ڪٽي هلڻ ۽ استعمال ڪرڻ لڳا.

**انسان، دؤر ۽ جاگرافيائي حالتون**: ماڻھوءَ جو پنڌ ايڏو ڊگھو آهي، جو ائين چوڻ غلط ڪونہ ٿيندو تہ هن آدجڳاد کان پنڌ ڪيو آهي. ان پنڌ دوران هن ثقافتن جا ابتدائي پٿر رکيا. اوزار ٺاهيا ۽ نشان ڇڏيا. ان ئي پنڌ دوران هن پيليوليٿڪ دؤر ۾ پنھنجي پير جو سچو پچو نشان بہ ڇڏيو آهي. اسان شايد ان کي انساني پير جو قديم ترين نشان چئي سگهون. اهو نشان اٽليءَ ۾ ٽانا دي لا باسورا وٽ آهي، جيڪو ڪڙيءَ کان آڱوٺي تائين اٽڪل 20- سينٽي ميٽر ڊگھو ۽ پهن وٽ 10 سينٽي ميٽر ويڪرو آهي. هي پيليوليٿڪ ماڻھوءَ ان کان پويان نسل ڪير هئا ۽ سندن جيئڻ جو ڍنگ ڪيئن هو؟ اهو تمام ڳوڙهو اڀياس ٿي سگھي ٿو. هو ڪھڙي قسم جا اوزار ٺاهيندا هئا؟ ڇا کائيندا هئا؟ پهريندا هئا؟ ڪيئن شڪار ڪندا هئا؟ ڇا هنن جو ذهن هڪ تخليقڪار جو ذهن هو؟ هنن جو



ڪنهن سرشتو ڪيئن هو؟ اهڙو اپياس سنڌ يا اپکنڊ جو چڱيءَ طرح ڪونہ ٿيو آهي. هتي ڪوشش ڪبي تہ اوائلي ماڻهوءَ جي رهڻي ڪهڻي جو اهو اپياس جيڪو يورپ ۽ آفريڪا جي حوالن سان ٿي چڪو آهي، ان تي هڪ نظر وجهجي. گهڻو ممڪن آهي تہ ان سان سنڌ جي پيليوليٿڪ، ميسو ليٿڪ ۽ نيوليٿڪ لوڪن جي رهڻي ڪرڻي بابت ڪو اندازو لڳي سگهي. محققن جي آڏو وڏي ۾ وڏو مسئلو هي آهي تہ هو پهريون آدم ڪنهن کي چون؟ ايئن تہ هو راماپٿيڪس، آسٽرالوپٿيڪس، هومو هيبلس ۽ هومو اريڪٽس نالي مخلوقن جي درجي بندي ڪري چڪا آهن، پر مشڪل اها آهي تہ جديد تحقيق ڪن اوزارن کي ايترو پراڻو ثابت ڪري ٿي جو هومو مخلوقن جي وجود کان ڳالهہ ٽپي پوئتي هلي ٿي وڃي. جيڪڏهن پهريون اوزار ٺاهيندڙ مخلوق کي آدم چئجي تڏهن بہ اهو طئہ نٿو ڪري سگهجي تہ ڪهڙي نسل سڀ کان پهرين اوزار ٺاهيا. اصل ۾ راماپٿيڪس مخلوق جيڪا 14 کان 8 ملين سال اڳ موجود هئي ۽ ان کان پوءِ اسٽرالوپٿيڪس آفريڪانوس (ڏکڻ وارو بن مانس جيڪو آفريڪا ۾ هو) جيڪو 5 ملين سال اڳ ۾ هو، جي وچ جون ڪيئي ڪڙيون ٽٽل آهن. هن کان پوءِ هومو هيبلس (Homo Habilis) آهي، يعني هٿن وارو ماڻهو، جيڪو 2 ملين سال اڳ هو. جيئن تہ اهو آسٽرالوپٿيڪس سان ويجهڙائي رکندڙ هو تنهنڪري ان کي آسٽرالوپٿيڪس هيبلس بہ چيو ويو. انهن ٻن نسلن جي وچ ۾ بہ وقت جو وڏو فاصلو آهي.

ان کان پوءِ اڀو انسان (Homo Erectus) آهي، جنهن جو مغز هاڻوڪي انسان کان بہ پاڱي تي حصا ننڍو هو. نہ کاڏي هئس ۽ نہ وري پيشاني. اها 15 لک سال اڳ جي ڳالهہ آهي ۽ نيٺ آخري منزل باشعور انسان (Homo Sapiens) جي آهي، جنهن جي ڪهاڻي بہ اڍائي لک سالن کان جاري آهي.

اسان جيڪڏهن هٿيارن ۽ اوزارن جي ڪهاڻيءَ ۾ گهرائيءَ سان ويندا سين تہ ڳالهہ وڃي زمين جي ٽريشري دؤر جي پڇاڙيءَ تائين يعني 40 لک سالن تائين پهچندي، جڏهن آسٽرالوپٿيڪس ڌرتيءَ تي پکڙيل هئا ۽ ان ئي وقت ۾ پٿر جا قديم ترين اوزار بہ ٺهيا. اهو پٿر جو پرياتي دؤر يعني هڪ لحاظ کان Eolithis جو دؤر آهي. ان کان پوءِ پٿر جو هيٺيون يعني اوائلي پيليوليٿڪ اوزارن جو دؤر سامهون اچي ٿو جو هيٺيون ڪواٽرني (پلائيسٽوسين) ۽ پراڻن گليشل دؤرن جو زمانو آهي. اهو 20 لک سال اڳ جو



زمانو آهي، جڏهن هومو هيبلس ڌرتيءَ تي گهمي رهيو هو.

ڏيڍ ملين يعني 15 لک سال اڳ جڏهن "اڀو انسان" ظاهر ٿيو تڏهن بہ اوزارن جي صورتحال ساڳي هئي. ٻنهي مخلوقن جي وچ واري ٽوٽي ڳنڍيل دؤر ۾ رهائشي آباديون، هٿ ڪهاڙيون ۽ باهہ جو استعمال نظر اچي ٿو اهڙا اهم ماڳ Omo ۽ Habor, Koobi Rora آهن. بعد ۾ ترتيب وار اولڊووا، (Oldivai)، شانداليا (Shandaliya)، چلهاڪ، گاڊيب، سولهياڪ، والونيٽ ۽ ٻيا ماڳ آهن.

ان کان پوءِ زمين جو ڪوارٽرني دؤر ڀرپور نموني طاري ٿئي ٿو جيڪو انٽر گليشل دؤر کان شروع ٿي، برفاني زمانو گذاري آخر ۾ هڪ انٽر گليشل دؤر تائين پکڙيل آهي. اهو لڳ ڀڳ 7 لک سالن کان 4 لک سال اڳ جو دؤر آهي جڏهن اوائلي پيليوليٿڪ دؤر هليو ۽ اٿبي ويلين کان اشيولين اوزار سامهون آيا ۽ وڏن جانورن جو شڪار شروع ٿيو هي اڀن انسانن (Homo Erectus) جوئي دؤر هو.

جڏهن وچون پيليوليٿڪ دؤر آيو تڏهن باشعور انسان موجود هو هي چار لک سال اڳ آخري انٽر گليشل دؤر جو وقت هو. هن دؤر ۾ اشيولين اوزار نظر اچن ٿا، ان دوران زمين ڪوارٽرني کان اينٽرو پوزوئڪ دؤر ۾ لڳ ڀڳ سا ڍا ٽي لک سال اڳ داخل ٿي ۽ ان وقت ڪجهہ اهڙيون گهڙاوتون بہ سامهون آيون. جن کي بت تراشي چئي سگهجي!

لڳ ڀڳ ٽي لک سال اڳ کان وٺي چاليهہ هزار سال اڳ جي دنيا پٿر جي اوائلي وچين (وچون پيليوليٿڪ) دؤر تي مشتمل آهي ۽ ان عرصي ۾ باشعور انسانن جي هڪ نسل نينڊرٿال جون سرگرميون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. انسان ذات ان زماني ۾ هڪ برفاني ۽ آخري انٽر گليشئل زمانو ڏٺو.

چاليهارو کن هزار سال اڳ هڪ ٻيو ۽ آخري برفاني دؤر اپريو. تڏهن




نينڊرٿال گم ٿي ويو ۽ ڪروميگنان نظر آيو هي اوائلي پٿر جو پڇاڙڪو يعني مٿيون پيليوليٿڪ دؤر آهي. ڪن حالتن ۾ هي ميسوليٿڪ يا پٿر جو وچون دؤر بہ آهي. هن دؤر ۾ مڙدن جي تدفين، ڪپڙا سبي پائڻ، تير ڪمان، موسيقي، پالش ٿيل پٿري اوزار ۽ چترڪاري بہ ڏسجي ٿي. هي ماڻهو ميموٿ ۽ سانڊ جا شڪاري هئا.

ان کان پوءِ يعني لڳ ڀڳ 13000 سال اڳ کان 4000 سال اڳ تائين ميسوليٿڪ دؤر شمار ڪيو وڃي ٿو. پر اهو اڄ تائين هڪ نسبتي سوال آهي. اهي سال شايد پاڪستان جي حوالي سان استعمال ڪري نہ سگهجن. هتي اهي (10000-7000 اڄ کان اڳ) سال نيوليٿڪ ۽ چالڪوليٿڪ دؤرن جا بہ آهن.

**واقعن جي ڪرونولاجي:**

30,000,000 سال اڳ سڀ کان اوائلي بن مانس جا پنڊ پاهڻ. اوليگوسين دؤر.

20,000,000 سال اڳ اوائلي بن مانس جا پنڊ پاهڻ. مايوسين دؤر. پروڪائونسل اوپر آفريڪا ۾.

1,700,000 سال اڳ هيٺيون پلائسٽوسين دؤر. اوائلي انسان نما مخلوق. شڪاري ۽ خوراڪ ميڙيندڙ آسٽرالوپٿيڪس. پيليوليٿڪ جو پهريون درجو يا پٿر جو پراڻو دؤر.

400,000 ق. م. اپي انسان جو مرحلو: (جاوا، چائنا، آفريڪا) هن انسان وٽ وڏڻ جا اوڱا اوزار ۽ اوائلي هٿ ڪهاڙي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. (هئڊبل برگ جاڙي)

1,80,000 ق. م. نينڊر ٿال نسل جا ابا ڏاڏا (يورپ)- سڌريل هٿ ڪهاڙين سان گڏ.

70,000 ق. م. نينڊر ٿالي لوڪ (يورپ، ايشيا، آفريڪا) چٿڙن وارا اوزار ۽ "مڪمل ماڻهو" (جاوا)

30,000 ق. م. هيو ٺٺو دؤر، نئون ماڻهو بهتر اوزار ٺاهي ٿو ننڍيون چريون، تصويرون ڪشي. ڪروميگنان.

10,000 ق. م. آخري برفاني دؤر جي پڄاڻي ۽ پروٽونيوليٿڪ ڪلچر. وچ اوير ۾ جيريڪو ۾ زرعي سيٽلمينٽ.

6000 ق. م. کان 1800 ق. م. تائين سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ٺڪريءَ، ڪنجهي ۽ پٿر واريون ثقافتون ۽ تهذيبون.

1500 ق. م. هندستان ۾ ويدڪ لٽريچر.

**انسان جا ارتقائي مرحلا:** سائنسدانن انساني نسل سان هڪجهڙائي رکندڙ مخلوقن جي پنڊ پاهڻ جو ڏاڍو تفصيلي جائزو وٺي ڪي مضبوط دليل پيش ڪيا آهن. ان ڏگهي تحقيق کان پوءِ واضح ٿيو آهي ته انساني ارتقا جي ڪهاڻي گهٽ ۾ گهٽ 25 ملين سالن جي عرصي تي پکڙيل آهي. جديد تحقيق اجا به پوئتي تائين جا ڏس ڏئي ٿي. ان ريت انسان نما مخلوقن جو چارٽ هن ريت آهي.

**1. پلايوپٿيڪس (Pliopithecus):**

**زمانو:** 22 ملين سال اڳ کان 12 ملين سال اڳ تائين

سڀ کان اوائلي پروٽو ايپس مان هڪ نسل جيڪو ڏسڻ ۾ هاٿوڪي لنڊي لنگور (Gibbon) جهڙو هو اُن جون ٻانهون قد جي پيٽ ۾ هروڀرو ڊگهيون ڪو نه هيون. وڻن تي لڏڻ ۾ مهارت هئس. قد جي لحاظ کان تمام ننڍڙي نسل کي ڏندن ۽ کوپڙيءَ جي بنياد تي لُنڊي لنگور واري سلسلي جو ابو ڏاڏو سمجهيو وڃي ٿو.

**2. پروڪائونسل (Proconsul):**

**زمانو:** 20 ملين سال اڳ کان 10 ملين سال اڳ تائين (مايو سين زمانو Miocene Period)

هن مخلوق جي ڊانچي جون ٽڪرن ٽڪرن ۾ بيشمار هڏيون مليون آهن. ان جو شمار تمام اوائلي بن مانسن ۾ ٿئي ٿو جيڪو چمپانزي نسل ۽ شايد گوريلا جو ابو آهي. اهو نسل پلايوپٿيڪس جو همعصر آهي، ان جون گڏيون گهٽو ڪري اتان ئي مليون ٿيون، جتان پلايوپٿيڪس جا پنڊ پهڻ ملن ٿا.

**3. ڊرايو پٿيڪس (Dryopithecus):**

**زمانو:** 15 ملين سال اڳ کان 8 ملين سال اڳ تائين (مايوسين زمانو)

جيتوڻيڪ هن نسل جا تمام ٿورڙا ۽ اڻپورا پنڊ پاهڻ مليا آهن. تنهن هوندي به ڊرايوپٿيڪس جي جاڙي ۽ ڏند سنڌس خاصيتن کي چڱيءَ طرح بيان ڪن ٿا. قد جي لحاظ کان ٽن فٽن جيترو هيءُ اوائلي بن مانس يورپ، چين ۽ اتر هندستان ۾ رهندو هو بيهڪ جي لحاظ کان جسم اڳتي جهڪيل. ڊگهيون ٻانهون ۽ جسم تي گهاٽا وار هئس. ٻن پيرن تي هٿن جي هلڪي ٽيڪ سان اٿين هلندو هو جيئن اڄڪلهه جا بن مانس هلندا آهن.

**4. اوريوپٿيڪس (Oreopithecus):**

**زمانو:** 15 ملين سال اڳ کان 8 ملين سال اڳ تائين.

ماڻهوءَ جهڙي نسل اوريوپٿيڪس بابت راءِ آهي ته اهو ٻن پيرن تي هلندو هو. چار فٽ قد ۽ وزن 80 پائونڊ هئس. سنڌس ڏند ۽ ڄاڙ جي هڏين سائنسدانن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو ته ڇا اهو انسان جو ابو آهي. پر هاڻي اهو بهتر طور نتيجو ڪڍيو ويو آهي ته اهو هڪ انوکو بن مانس هو.

**5. سواپٿيڪس راما پٿيڪس (Ramapithecus):**

**زمانو:** 14 ملين سال اڳ کان 12 ملين سال اڳ تائين.

هن مهل تائين ماڻهوءَ جهڙي لڌل سڀ کان اوائلي مخلوق راماپٿيڪس آهي.




نسلي گروھ:
1- بانٽو 2- سان 3- ايفروايشيائي 4- ڪاڪيشيائي (قوم قاني)
5- آمريڪي 6- آرڪٽڪ 7- اتر - اوڀر ايشيائي 8- منگول/ چيني
9- ڏکڻ - اوڀر ايشيائي 10- پئسفڪ ٻيٽن جا رهاڪو 11- آسٽريليائي
12- نيوگنيءَ جا لوڪ

گهڻن محققن جي راءِ آهي ته اها مخلوق انساني ارتقا واري سلسلي ۾ سڌي طرح ڳنڍيجي ٿي. هن مخلوق کي "آدم نما" رتبو ڪجهه ڏندن، جاڙيءَ جي ڪجهه ٽڪرن ۽ تارونءَ جي بيهڪ جي بنيادن تي مليو جيڪي بنا ڪنهن غلطيءَ جي انساني شڪل جا آهن. هن مخلوق جو قد ساڍا پنج فٽ هو. هن مخلوق جا پنڊ پاهڻ اتر هندستان، پاڪستان ۽ آفريڪا مان لڌا ويا آهن. پوٺوار ۾ ان جا پنڊ پاهڻ 8 ملين سال پراڻا آهن. جنهن کي "راماپٿيڪس انڊيڪس" نالو ڏنو ويو آهي.

**6. آسٽرالوپٿيڪس (Australopithecus):**

**زمانو:** 2 ملين سال اڳ تائين.

راما پٿيڪس ۽ آسٽرالوپٿيڪس اڻپورن ماڻهن جي وچ ۾ 9 ملين سالن جو وقفو آهي. ان عرصي دوران اڻپورن ماڻهن وڏي ترقي ڪئي. اهي اڀا بيهي پنڌ ڪرڻ لڳا. زمين تي رهندا هئا ۽ ممڪن آهي ته پنهنجي بچاءَ ۾ پٿر استعمال ڪندا هئا.

**7. پران ٿروپس (Pranthropus):**

**زمانو:** 17 ملين سال اڳ کان 0.9 ملين سال اڳ تائين.

جيتوڻيڪ هيءُ نسل اپو بيهندڙ آهي ۽ انساني خدوخال هئس. ان هوندي به پران ٿروپس انساني ابن ڏاڏن ۾ ارتقائي ڇيڙي جي نمائندگي ڪري ٿو. هو پنهنجي وڏي جاڙي ۽ ڏائن مان گاهه خور ڏسجي ٿو ۽ ان ريت هن سڌريل آسٽرالوپٿيڪس سان برابري ٿي ڪئي. جيڪو نسل پوءِ شايد جلد ئي فنا ٿي ويو

**8. سڌريل آسٽرالپٿيڪس (Advanced Australopithecus):**

**زمانو:** 1.7 ملين سال اڳ کان 0.9 ملين سال اڳ تائين.

اڳئين آسٽرالوپٿيڪس کان مختلف ۽ وڏي کوپڙي وارو سڌريل آسٽرالوپٿيڪس پران ٿروپس جو همعصر هو ٻنهي وٽ ابتدائي اوزار هئا. پر ٻئي يا ٻنهي مان ڪو هڪ اهي اوزار ٺاهيندو هو؟ اهو اڃا طئه نه ٿيو آهي. قد ٻٽ ۾ اهي ٻئي نسل پنجن پنجن فٽن جا هئا.

**9. اُپو ماڻهو (Homo Erectus):**

**زمانو:** 0.8 ملين سال اڳ کان 0.4 ملين سال اڳ تائين (پلائسٽوسين زمانو. انسان جي پنهنجي نسلي سلسلي جو پهريون ماڻهو. هومواريڪٽس هڏ ڪاٺ جو جديد پر هٿن ۽ دماغ جي لحاظ کان گهٽو پوئتي هو ان جي کوپڙي فقط

هيٺئين درجي تائين وڌيڪ هئي. هن اوائلي ماڻهوءَ بابت چيو وڃي ٿو ته هو برادريءَ طرف وڌيو هو ۽ باهه جي استعمال کان واقف ٿي چڪو هو.

**10. اوائلي باشعور ماڻهو** (Early Homosapiens):

**زمانو:** 2.70 لک سال اڳ کان 1.70 لک سال اڳ تائين.

يورپ جا ٽي پنڌ پهڻ ماڻهو Swanschombe, Steinheim ۽ Montmaurin ماڻهوءَ جي جديد نسل جا شايد سڀ کان اوائلي مثال هجن. سندن ڏندن جي بيهڪ ابتدائي آهي، پر کوپڙيءَ جو پويون حصو ۽ چهرو وڌيڪ جديد آهي. دماغ جي گنجائش به جديد دائري ۾ آهي.

**11. مڪمل ماڻهو** (Solo Man):

**زمانو:** هڪ لک سال اڳ کان 60 هزار سال اڳ تائين.

جاوا ۾ هوموسيپائينز جو هڪ ختم ٿيل نسل "مڪمل ماڻهو" لڌو ويو آهي. ان جون فقط ٻه ٽڱون ۽ کوپڙيءَ جا ڪجهه ٽڪرا مليا آهن. انهن مان خبر پوي ٿي ته سندس هڏ ڪاٺ ڏسڻ ۾ جديد هو. سندس مٿو وڏو ۽ ٿلهو هو. ان جا ڀرون ڳرا ۽ پيشانيءَ ڪي لاهِي هئي.

**12. رهوڊيشيائي ماڻهو** (Rhodesian Man):

**زمانو:** 50 هزار سال اڳ کان 30 هزار سال اڳ تائين.

آفريڪا ۾ رهندڙ هوموسيپائنز جي هڪ ختم ٿيل نسل جا هي ماڻهو هومو ايرڪٽس جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ جديد پر ڀهرئين قديم آفريڪي Bush-manlike ماڻهن کان وڌيڪ ابتدائي هئا. ان نسل جا پنڌ پهڻ پٿر چلڻ ۽ گهڙڻ جي اوزارن سان گڏ مليا آهن. انهن وٽان هڏين جا به اوزار لڌا آهن.

**13. نيندر ٿال ماڻهو** (Nenderthal Man):

**زمانو:** هڪ لک سال اڳ کان 40 هزار سال اڳ تائين.

پيليوليٿڪ يا پٿر جي اوائلي دور واري هن نسل جا ماڻهو يُونچ سمنڊ جي ڀرپاسي ۽ يورپ ۾ پکڙيل هئا. ڪن حالتن ۾ انهن جي کوپڙي جديد ماڻهوءَ کان وڏي هئي. هن نسل سڌريل ڊزائينن وارا ۽ مختلف قسمن جا اوزار ٺاهيا.

**14. ڪروميگنان ماڻهو** (Cro-megnon Man):

**زمانو:** 40 هزار سال اڳ کان 10 هزار سال اڳ تائين.

جديد ماڻهوءَ کان ٿوري ثقافت واري ڪروميگنان ماڻهوءَ دنيا ۾ پنهنجو فن ڇڏيو آهي. ان نسل جي آرٽ ۾ غارن ۾ ٺهيل تصويرون، اُڪريل پٿر ۽ گهڙيل مورتيون آهن. هن يورپ ۾ نيندرٿال جي جاءِ ورتي ۽ آباديءَ جي لڏپلاڻ ذريعي لڳي ٿو ته سڄي دنيا تي قابض ٿي ويو. سنڌ ۾ هي نسل ميسوليٿڪ دور جو ماڻهو ٿي سگهي ٿو.

**15. جديد ماڻهو** (Modern Man):

**زمانو:** 40 هزار سال اڳ کان اڄ تائين.

جديد ماڻهو جسماني طرح ڪروميگنان کان ڪجهه مختلف آهي. هنهي کي جدا ڪندڙ شئي ڪلچر آهي. هن ماڻهوءَ جانور پالڻ ۽ ان پائڻ جا طريقا سکي خانه بدوش زندگي ڇڏي مستقل رهائش سکي ورتي. هي ميسوليٿڪ ۽ نيوليٿڪ دور جو ماڻهو آهي.

ماڻهن ۽ بن مانسن جي ابن ڏاڏن جي هن ڏگهي ڪهاڻيءَ ۾ صاف طرح ڏسجي ٿو ته راما پٿيڪس نالي مخلوق کان وٺي هڪ سلسلو شروع ٿيو آهي، جنهن جي وچ جون ڪڙيون گم ٿيل آهن. ان جي باوجود اهو سلسلو نيندر ٿال ۽ ڪرومينگنان کان ٿيندو جديد ماڻهوءَ سان اچي ڳنڍجي ٿو

**انسان جو ڪٽنب:**

اسان ماڻهوءَ جي ارتقائي ڏاڪن تي پڻ نظر وجهي چڪا آهيون. سوال آهي ته هن وقت ڌرتيءَ تي پکڙيل انساني نسلن جي ورچ ڪيئن آهي؟ ڪجهه ماهرهن وقت انساني ڪٽنب کي گهٽ ۾ گهٽ 12 نسلن ۾ ورهايل سمجهن ٿا. ان ورچ کي هو جينياتي گروهه بندي (Genetic Grouping) سڏين ٿا. جن کي ٿلهي ليکي جاگرافيائي حوالي سان نالا ڏنا ويا آهن. هيڏن نسلن جي باوجود انهن سڀني کي هڪ ئي جديد انساني (Homo Sapiens) درجي بنديءَ ۾ آندو ويو آهي

1. بانٽو (Bantu) گروهه آفريڪا جي هيٺئين اڌ ۾ رهي ٿو
2. سان (San) نسل آفريڪا جي بنهه ڏکڻ واري حصي ۾ اولهندي ڪنڊ ۾ آهي
3. ايفروايشيائي نسل اتر آفريڪا ۽ عربستان اپهيٽ تي رهي ٿو
4. ڪوهه ڪاف (Caucasion) وارو نسل سڄي اپکنڊ ۽ يورپ جي ڳچ حصي تي پکڙيل آهي. ٻين لفظن ۾ هي اُهي علائقا آهن، جن تي جيئن چيو وڃي ٿو ته آرين ڪاهون ڪيون.
5. آمريڪي نسل سڄي آمريڪي کنڊ ۽ ايشيا جي بنهه اترواري ان ٽڪري تي رهي ٿو جنهن کي جديد دنيا الاسڪا ۽ ايشيا کي ڳنڍيندڙ بيرنگ پل سڏي ٿوي
6. آرڪٽڪ نسل اتر قطب ۽ ان کي ويجهن يورپي علائقن ۾ رهي ٿو.
7. اتر اوڀر وارو ايشيائي نسل منگوليا ۽ آرڪٽڪ نسل جي وچ ۾ آهي.
8. چيني ۽ منگول نسل کي هڪ خاني ۾ رکيو وڃي ٿو. اهي هندستان جي اتر ۽ اوڀر پاسي واريون قومون آهن.
9. ڏکڻ ايشيائي نسل ۾ ويٽنامي، ڪمبوڄيائي ۽ ٿائي وغيره آهن، توڙي جو اهي لڳ ڀڳ چيني نسل لڳن ٿا.
10 پئسفڪ بيٽن جا رهاڪو نسل آفريڪا جي وڏي ٻيٽ مداگاسڪر کان وٺي هندي وڏي سمنڊ جي سمورن ٻيٽن کان پئسفڪ سمنڊ جي الهندي ٻيٽن تي رهن ٿا. سواءِ ان جي ته آسٽريليا جي اتر ۾ واقع نيوگني ٻيٽ تي رهندڙ نسل جدا بيهڪ ۽ قد ڪاٺ رکن ٿا.
11. آسٽريليائي نسل فقط آسٽريليا کنڊ تي ئي آهن.
12. نيوگنين نسل جيڪو آسٽريليا جي اتر ۾ جديد زماني کان ڪٽيل حالتن ۾ رهي ٿو

جيئن ته انسان اوائلي وقتن کان دنيا جي هڪ کنڊ کان ٻي کنڊ تائين لڏ پلاڻ ڪئي آهي ۽ نسلي ميلاپ ٿيا آهن، ان ڪري اڄ اهو چوڻ تمام مشڪل آهي ته دنيا ۾ ڪو هڪ اهڙو نسل بچيو هوندو، جيڪو مڪمل طرح "خالص" هجي! اهڙي دعويٰ ته شايد نيوگنيءَ جا پاپون لوڪ ۽ ڏکڻ ايشيائي به ڪري نه سگهن، پر ان هوندي به جرمن لوڪ پاڻ کي "خالص آريا" سمجهن ٿا.

بهرحال، هاڻ بحث جو هڪ رخ اهو آهي ته هاڻوڪي ماڻهوءَ، جنهن جو جنم آفريڪا ۾ ٿيو، هوريان هوريان سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويو ۽ اڳوڻي ماڻهوءَ جي جاءِ وٺي ڇڏيائين. بحث جو ٻيو رخ اهو آهي ته هر هنڌ مقامي انسان پنهنجي ليکي جدا جدا ارتقا ڪئي آهي ۽ پوءِ هڪٻئي سان ميل ميلاپ سبب ويجهو ٿيو آهي. انهن ٻنهي بحثن کي ڪجهه هن ريت به ملايو ٿو وڃي ته جديد ماڻهوءَ جي نسلي ارتقا ته آفريڪا ۾ ٿي، پر جڏهن اهو نسل سڄي دنيا ۾ پکڙيو ته ان مقامي ماڻهن سان نسلي ميلاپ ڪيو. جنهن سان هاڻوڪا نسل پڌرا ٿيا آهن.

سائنسي بنيادن تي جڏهن "نسل" جي وصف بيان ڪبي ته ائين چئبو ته هڪ اهڙي آبادي جنهن جي جينياتي خاصيت ساڳي هجي، ۽ ٻين کان مختلف هجي، پر هاڻي ائين ڪونه رهيو آهي. ان بنياد تي ڪجهه سائنسدان ته ائين به چون ٿا ته دنيا ۾ سڀ انسان هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ان ڪري اهو چوڻ ته سڀ انسان برابر آهن، درست نه آهي. اها تشريح سائنسي طور تي پلي ته وزن رکندي هجي پر ثقافتي ۽ سچي انساني جذبي جي وڏي توهين آهي ۽ اها

ورچ ڪوڙي نسل پرستي آهي. جنهن کي گوري چمڙيءَ وارن پنهنجي نسلي برتريءَ لاءِ دليل طور استعمال ڪيو آهي.

حياتيات جي اصولن جي گهرائيءَ ۾ وڃبو ته خود انهن دليلن جي نفي ٿيندي نظر اچي ٿي. انسان جي رنگ جي تبديلي جسم جي جيوگهرڙن تي اُس جو اثر آهي، جنهن سبب جسم ۾ ڪي خاص مادا متحرڪ ٿي ماحول موجب چمڙيءَ جي رنگت يا يا ڪم بدلائين ٿا. اهڙيءَ طرح قد ڪاٺ جو فرق به آهي، جنهن جا سڀ تفصيل چڱيءَ طرح سامهون نه آيا آهن.

**انسان جي تاريخ** (ڪتاب): سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪار، ناول نگار، اديب ۽ پبلشر محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو هيءَ 60 صفحن جو ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل ڪتاب، اول "اداره انسانيت" طرفان 1953ع ۾ پوءِ "عبرت" جي ڏيپلائي ڪتابي سلسلي جو 120 نمبر ڪتاب آهي، جيڪو اسلاميه دارالاشاعت، اسٽيشن روڊ، حيدرآباد سنڌ مان فاضل ليکڪ 1957ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت صرف هڪ رپيو رکيل آهي. "انسان جي تاريخ" ڪتاب مختلف بابن تي مشتمل آسان زبان ۾ لکيل آهي. باب پهريون "انسان سوچي ٿو"، باب ٻيو "اُبتا پير"، باب ٽيون "سرويچ مجاهد"، باب چوٿون "عقلي عالمن جو زور"، باب پنجون "پادرين کي شڪستون"، باب ڇهون "ڊارون ٿيئري" ۽ آخري باب "مذهبي عالم ۽ عقلي عالم" عنوانن تي مشتمل آهي.

هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1967ع ۾ ۽ پنجون ايڊيشن 1975ع ڇپيو. جنهن ۾ 136 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو پنجاهه پئسا ڄاڻايل آهي.

**انسان جي تاريخ**[2] (ڪتاب): سنڌ جي نامياري عالم، اديب ۽ تعليم دان ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ 'انسان جي تاريخ' عنوان سان 1038 صفحن تي مشتمل ضخيم ڪتاب "حبيب صديقي اڪيڊمي" ڄام شوري پاران ڇپائي 2002ع ۾ پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو موضوع جيترو جاذب ۽ دل پذير آهي، اوترو ئي وسيع ۽ گهڻ طرفو آهي. فاضل ليکڪ جي لفظن ۾ "مون پنهنجي مختصر مطالعي ۾ مختلف سائنسي، نظرياتي، فلسفيانا اصولن، مذهبي عقيدن، تاريخي ۽ ادبي روايتن کي شامل ڪري انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سنڌ جي ڏاهي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن ڪتاب جي تعارف ۾




لکيو آهي ته: "هن مشڪل موضوع تي قلم کڻڻ جيتري قدر لائق مصنف جي همت حوصلي جي ساک پري ٿو اوترو ئي سندس قلبي وسعت جي تصديق ڪري ٿو..."

علم الانسان، انسان جي تاريخ، تخليق، ترقيءَ ۽ تاريخ جي ڄاڻ هڪ وڏو ۽ وسيع علم آهي، جنهن کي جديد فڪري اصطلاح ۾ 'انٿراپالاجي' سڏجي ٿو. هن ڏکئي ۽ گوناگون موضوع تي ڊاڪٽر صديقيءَ قلم کڻي نه رڳو سنڌي زبان جي خدمت ڪئي آهي پر سنڌ جي نوجوانن لاءِ علم الانسان جي مطالعي جي راهه به کولي آهي. صديقي صاحب وڏي ڪوشش ۽ ذهانت سان ڪيترن ئي مشڪل علمي ۽ ادبي اصطلاحن کي انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ آندو آهي. هن 11 بابن تي مشتمل ذخيم ڪتاب جا موضوع گوناگون ۽ دلچسپ آهن. هر عنوان جو مضمون معلومات جي کاڻ آهي، جنهن ۾ ڪائنات جي تخليق، انسان جي اوسر، سماجن جي بناوت ۽ پيچ ڊاهه، انساني لڏپلاڻ، نسلي چنڊچاڻ، مذهبي عقيدن، دنيا جي قديم ۽ وڏن مذهبن جي تاريخ، دنيا جي عظيم تهذيبن جي اوسر ۽ تاريخ جي سفر ۾ قومن جي ڪمال ۽ زوال جو هڪ معلوماتي ۽ دلچسپ داستان موجود آهي. لائق مصنف انگريزي سنڌي ۽ اردو ۾ هن موضوع تي لکيل سوين ڪتابن جو مطالعو ڪري مستند ڪتابن تان حوالا وٺي هڪ خاص سائنٽيفڪ طريقي سان هي ڪتاب تخليق ڪيو آهي. هن ڪتاب جي هر باب ۾ رڳو ذيلي عنوانن جو اندازو لڳائجي ٿو ته تڏهن به انهن جو تعداد ڏسي حيرت وٺي ٿي ته هن شخص اهڙن گنڀير موضوعن جي ايڏي معلومات ڪيڏي نه وڏي عرصي ۾ حاصل ڪئي هوندي. ليکڪ هن مطالعي ۾ مذهبي معلومات کي سائنسي طريقن سان حاصل ڪيل معلومات سان ڀيٽيو آهي. جنهن کي هو هڪ انڪوائري رپورٽ سڏيندي پڙهندڙن ۽ عالمن تي ڇڏي ٿو ته اهي انهن کي قبول ڪن. رد يا ان ۾ رد وبدل ڪن. ليکڪ اهو به ڄاڻايو آهي ته هن پنهنجي تحقيقي مطالعي ۾ سنڌي ٻولي استعمال ڪئي آهي. جيتوڻيڪ انگريزيءَ ۾ لکڻ آسان هو جو فني محاورن ۽ تاريخي مواد کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻو نه پوي ها. فاضل ليکڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکڻ جا ٻه خاص مقصد ڄاڻايا آهن. (1) سنڌي ادب ۾ جديد سائنسي معلومات، کوجنائن، دنيا جي مختلف قومن، مذهبن تهذيبن ۽ انسان جي دنيا جي مجموعي نوعيت ۽ تاريخ جاگرافيءَ بابت مستند معلومات کي ڪٺو ڪجي، ۽ (2) اهي پڙهن جيڪي انگريزي زبان تي پوري دسترس نه ٿا رکن. هن ٻن جلدن جي ذخيم ڪتاب جي آخر ۾ صديقي صاحب پهرين حصي تي ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، پروفيسر لال بخش جسڪاڻي جا تبصرا به شامل ڪري ڪتاب کي جامع بڻايو آهي. هن ڪتاب جي ٻنهي ڀاڱن جي قيمت 600 روپيه ڄاڻايل آهي.

**انسان دوست اديب ۽ بيباڪ صحافي** (ڪتاب): نامور عالم، اديب، صحافي ۽ دانشور محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي شخصيت ۽ فن بابت



ٻين اديبن، صحافين، عالمن ۽ سياستدانن جي لکيل مضمونن ۽ تقريرن کي سهيڙي يڪجاءِ ڪري ۽ ڪجهه پنهنجي پاران لکي نالي واري اديب تاج جويي هيءَ ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ ڏيپلائيءَ صاحب جون 22 تحريرون، چار انٽرويو، سنڌن خاندان جي پسمنظر، پريس، فڪري ارتقاءَ بابت محمد علي ڏيپلائيءَ صاحب جا ڇهه مضمون، ڏيپلائيءَ صاحب جي شخصيت، فن، سنڌي معاشري جي هڪ سڌارڪ ۽ هڪ بيباڪ صحافيءَ جي ڪردار تي روشني وجهندڙ چاليهن سنڌي نامور عالمن، اديبن، سياستدانن ۽ صحافين، جن ۾ سائين جي ايم سيد، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو، پير علي محمد راشدي، ڊاڪٽر حميده کهڙو، شمشير الحيدري ۽ ٻيا شامل آهن ۽ اردو، اديبن ۽ عالمن جا ست مضمون جن ۾ پروفيسر آفاق صديقي، محمود شام، ڊاڪٽر مبارڪ علي جا مضمون ۽ انگريزيءَ ۾ لکيل پنج مضمون شامل آهن.

هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب ۾ 560 صفحا ۽ قيمت 350.00 رپيا آهي، هي ڪتاب سن 2003ع ۾ سنڌ ماڊڪ موتي تنظير طرفان ان جي سرپرست محمد عثمان منگيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**"انسان" ماهوار:** ماهوار 'انسان' جو اجراءُ نامور اديب، عالم، دانشور ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي قائم ڪيل 'اداره انسانيت' طرفان 1952ع کان ٿيو. هن اداري ۽ رسالي جي قيام جو مقصد طبقاتي بنياد تي جوڙيل استحصالي سماج ۾ ٿيندڙ ناانصافين جي آگاهي ۽ انهن جي خلاف شعوري جدوجهد ڪرڻ ۽ انصاف تي مبني بهتر معاشري جي تشڪيل هو. انهيءَ سلسلي ۾ ماهوار 'انسان' ذريعي سنڌ ۾ جديد مقامي ۽ عالمي ادب کي روشناس ڪرايو ويو. ماهوار 'انسان' ۾ شايع ٿيل ڪتابن ۾: آمريڪي ليکڪ پرل ايس. بڪ جي ناول 'ڊريگن سيڊ' جو اختصاري ترجمو: "جاپاني گڏي" (اختصار ۽ ترجمو محمد عثمان ڏيپلائي)، مولانا حاجي احمد ملاح جو ڪلام "گلزار احمد"، روسي ادب دوستو وسڪي جي ناول How the Steel was Tampered جو سنڌي ترجمو ۽ اختصار، "سسي نيزي پانڌ (محمد عثمان ڏيپلائي)، ڪرشن چندر جو ناول "هاريءَ جي سجاڳي" (مترجم عبدالغفور انصاري)، ڪرشن چندر جو ناول سچ ڏکڻ مال ٿو اُپري (مترجم سراج الحق بسمل)، انسان جي تاريخ (محمد عثمان ڏيپلائي)، مئڪسم گورڪيءَ جو ناول "امڙ" (مترجم محمد عثمان ڏيپلائي)، ڊرامو "ڪورٽ نانڪ" (محمد عثمان ڏيپلائي) ڊرامو "ڊاڪٽر نانڪ" (محمد عثمان ڏيپلائي)، "روس جا چاليهه سال" (تحقيق محمد عثمان ڏيپلائي)، "روسي مسلمان" (تحقيق محمد عثمان ڏيپلائي) ڊيل ڪارنيگيءَ جو ڪتاب 'راحت پري زندگي' (مترجم محمد عثمان ڏيپلائي)، ڊاڪٽر صادق جو ڪتاب 'چمڪندڙ زندگي' (مترجم محمد عثمان ڏيپلائي) وغيره. هي رسالو 1957ع تائين جاري رهيو. رسالي جا ڪجهه ابتدائي پرچا، الطاف احمد جي ادارت ۾ اردوءَ ۾ به نڪتا.

**انسان ۾ پيدائشي عمل:** مادي جنسي گهرڙا (آنا) ماديءَ جي پيدائش واري سرشتي ۾ لهندا آهن. اُهي آنا تمام ننڍا ٿين ٿا ۽ آني دانيءَ جي اندر هوندا آهن. هڪ پيرو جڏهن اُهي لهي تيار ٿين ٿا ته اهي آني دانيءَ مان نڪري رحم (womb) ۾ اچن ٿا. مادي آني جو قطر 1. 0 ملي ميٽر ٿئي ٿو. ان ۾ سائٽو پلازما ۽ نيوڪليس هوندو آهي، جنهن جي چوڌاري 'جيوگهرڙي' جو پردو چڙهيل هوندو آهي. نر جنسي گهرڙا يا نطفا (sperms) نر جي پيدائش واري سرشتي ۾ پيدا ٿيندا آهن. جن کي آنورا (Testis) چئجي ٿو نطفا آني جي سوين حصي جي برابر ٿين ٿا. نطفي ۾ هڪ ننڍڙو مٿو ۽ هڪ ڊگهو پڇ ٿيندو آهي. مٿي واري حصي ۾ نيوڪليس ۽ سائٽو پلازم ٿئي ٿو ۽ پڇ اُن جي ترڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو. ٻنهي جنسي گهرڙن کي گيميٽ (Gametes) چئجي ٿو ٻُچ (Embryo) نطفي ۽ آني جي ميلاپ سان لهي ٿو نر ۽ مادي جنسي گهرڙي جي ان ميلاپ کي ٻُچ جهلڻ يا حمل (Fertilization) چئجي ٿو جنسي جيوگهرڙن جي ميلاپ سان لهڻ واري گهرڙي کي نريل آنو يا زائيگوٽ (Zygote) چئجي ٿو ڦرڻ کان پوءِ آني جي هڪدم ورهاست شروع ٿئي ٿي. ڪيئي پيرا، ورهاست کان پوءِ هي ٻُچ (ايمبريو) لهي ٿو جيڪو آخرڪار واڌ ڪائي هڪ فرد/ ٻار جي شڪل اختيار ڪري ٿو.

**انسان ۾ رت جي دوري جو سرشتو:** انسان جي رت جي دوري جو سرشتو دل ۽ رت جي نالين تي مشتمل آهي.

**دل (Heart):** مشڪن جو هڪ عضوو آهي، جيڪو رت کي جسم جي مختلف حصن ڏانهن ڌڪي ٿو يعني پمپ ڪري ٿو هيءَ هڪ سخت پردي ۾ ويڙهيل ٿئي ٿي، جنهن کي دل جي ٻوٿري (پيريڪارڊيم) چئبو آهي. دل جا چار خانا ٿين ٿا: مٿين ٻن خانن کي ڪَنوتيون (Auricles) ۽ هيٺين ٻن خانن کي 'وينوتيون' (Ventricles) چئبو آهي. دل جو ساڄو ۽ کاٻو پاسو پوريءَ طرح هڪٻئي کان جدا ٿين ٿا، جن ۾ ترتيبوار خراب ۽ سٺو رت هوندو آهي.

**رت جو دورو:** خون، دل جي وينٽريڪل (Ventricle) مان نڪري پلمونري شريانن (Pulmonary artery) مان ٿيندو ڦڦڙن ۾ وڃي ٿو هتي آڪسيجن جذب ڪري ڪاربان ڊائي آڪسائيڊ خارج ڪري ٿو اهو خون واپس پلمونري شريانن جي وسيلي کٻي اوريڪل (Auricle) ۾ اچي وڃي ٿو کٻي پاسي وارو اوريڪل صاف خون کٻي وينٽريڪل ۾ پمپ ڪندو آهي. هتان صاف خون شريان ڪبير (Aorta) ۾ پهچي ٿو. شريان: ڪبير اسان جي جسم ۾ سڀ کان وڏي شريان آهي جيڪا اڳيان هلي ننڍين شريانن ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿي.

**انسان ۾ ساهه کڻڻ جو عمل:** انسان ۾ ساهه کڻڻ جو عمل ڦڦڙن ۽ ان سان ڳنڍيل نالين تي مشتمل هوندو آهي، جنهن سان هوا نڪ وسيلي جسم ۾ اندر داخل ٿيندي آهي. ڦڦڙ جسم ۾ سيني جي اندر ٿين ٿا. ساهه کڻڻ وقت هوا ڦڦڙن ۾ اندر داخل ٿيڻ کي 'ساهه کڻڻ' ۽ جسم کان ٻاهر نڪرڻ کي 'ساهه ڪڍڻ' چئبو آهي. هوا جڏهن نڪ مان گذرندي آهي ته اها گرم ۽ گهميل ٿي ويندي آهي. نڪ جي اندرئين حصي ۾ اهڙا گهرڙا هوندا آهن. جيڪي مِيُوڪس (Mucous) نيڪال ڪندا آهن. جنهن سان نڪ جو اندريون حصو آلو رهي ٿو ۽ ان آلاڻ جي ڪري ٻاهرين مٽي يا جيوڙا اٽڪي پوندا آهن ۽ صاف هوا ڦڦڙن ڏانهن رواني ٿيندي آهي. ان ڪري طِبي ماهر (ڊاڪٽر) اسان کي نڪ مان ساهه کڻڻ جي صلاح ڏيندا آهن.

**"انسان" هفته وار:** محمد عثمان ڏيپلائي جي ادارت هيٺ شايع ٿيندڙ هفتيوار "انسان" حيدرآباد جو اجراء 3 مئي 1959ع کان ٿيو. پهريون شمارو "شهيد انسانيت" نمبر جي صورت ۾ آيو. ڪور تي ابراهام لنڪن جي تصوير ڏنل هئي، جنهن جي هيٺان سندس مشهور مقولو درج ٿيل هو.

"جهڙيءَ طرح آءٌ ڪنهن جو غلام ٿيڻ پسند نه ڪندس،
اهڙيءَ طرح ڪنهن کي غلام بڻائڻ به گوارا نه ڪندس.!"

هفته وار "انسان" پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌيءَ ۾ پهريون فيملي ميگزين چئي سگهجي ٿو. منجهس ڏيپلائي صاحب جي لکيل جديد ترقي پسندانه انساني ارتقاء جي سائنسي نظريئي جي آسان زبان ۾ سمجهاڻي، جاهلانه عقيدن ۽ رسمن خلاف لکڻيون، سنڌي تهذيب ۽ زبان خلاف ٿيندڙ حڪومتي سازشن خلاف پرزور احتجاج، "ٻارن جا صفحا"، "عورتن جا صفحا"، "فلمي صفحا"، "دنيا جهان جون خبرون"، "تبصرا"، "تنقيد" وغيره، مطلب ته "انسان" هڪ مڪمل فيملي ميگزين هو انسان جا خصوصي شمارا تاريخي اهميت جا حامل آهن. مثلاً "آزادي نمبر، شهيد لومسبا نمبر، ٽالسٽاءِ نمبر، سچل سرمست نمبر، ڀٽائي نمبر، سنڌ مدرسه نمبر" وغيره رسالي جو آخري شمارو 27 فيبروريءَ 1961ع تي شايع ٿيو تنهن کانپوءِ سرڪار طرفان مٿس بندش عايد ٿي.




**انساني بڪيءَ جي بناوت ۽ ڪم:** انساني جسم ۾ ٻه بڪيون ٿين ٿيون، جيڪي جسم جي پُٺ جي اندرئين پاسي واري پٽ سان منسلڪ آهن. هرهڪ بڪي رانهين (Bean) وانگر ٿئي ٿي. اِن جو ٻاهريون ڏيک اڀريل گولائي وارو (Convex) ٻاهر طرف ۽ اندريون دٻيل گولائيءَ وارو (Concave) پاسو ڪرنگهي جي طرف ٿئي ٿو بڪي تقريباً ساڍا چار انچ ڊگهي ۽ ٻه انچ ويڪري



هوندي آهي. ساڄي پاسي واري بڪي، کابي پاسي واريءَ بڪيءَ کان ٿوري مٿي هوندي آهي. هرهڪ بڪيءَ جي ڊبيل يا ڪانڪيو (Concave) پاسي مان هڪ نالي نڪري ٿي، جنهن کي 'يوريٽر' (Ureter) چئبو آهي. يوريٽر هيٺ وڃي مثاني ۾ ڪلندو آهي. بڪين مان پيشاب يوريٽر وسيلي مثاني ۾ ايندو آهي ۽ جڏهن مثانو پيشاب سان تقريباً ڀرجي ويندو آهي ته پيشاب لڳندو آهي.

**انساني پلاڻ جو ديني شعور** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب علامه علي خان ابڙي جو لکيل آهي، جنهن ۾ اسلام ۽ علم دين جي ضرورت، اسلام جي صداقت، توحيد ۽ مساوات، دين جي اعليٰ مقصد، اسلام جي يگاني خصوصيت، اسلام جي مکيه اصولن،اخلاقي تعليمات جي وسعت، قرآن پاڪ جي نزول، محبت جي اسلامي فلسفي ۽ ٻين سماجي مسئلن تي مضمون شامل آهن. ستر اسي سال اڳ سنڌ جي ٻهراڙين مان اُسرندڙ شعور کي جنهن تعليم، حڪمن ۽ شعور جي ضرورت هئي، علامه علي خان ابڙي هن ڪتاب ۾ ان جي زوردار دستڪ ڏني آهي. هنن مضمونن جي افاديت اڄ به ساڳي آهي.

هن ڊيمي سائيز جي 130 صفحن تي مشتمل ڪتاب جو موجوده ڇاپو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 1997ع ۾ ڇپايو آهي ۽ خوبصورت ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهي. هيءَ ڪتاب، آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچيءَ ڇپيو آهي.

**انسانيت جو ازلي ورثو** (ڪتاب): اسلامي دنيا جي وڏي مدبر، مفڪر ۽ عالم مولانا ابوالڪلام آزاد جي عظيم شاهڪار ۽ علمي ڪاوش "ترجمان القرآن" جي ٽن جلدن مان اهم موضوعن جي چونڊ ۽ نچوڙ، مشهور ليکڪ ۽ پبلشرز نوراحمد ميمڻ ترجمي ۽ تلخيص جي صورت ۾ "انسانيت جو ازلي ورثو" عنوان سان ڊيمي سائيز جي 170 صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، فيبروري 1997ع ۾ ٻيو ڇاپو نومبر 1997ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ هڪ سال اندر هن ڪتاب، 6000 جي تعداد ۾ وڪرو ٿي، سنڌي ڪتابي دنيا ۾ هڪ رڪارڊ قائم ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 40 رپيا آهي. ڪتاب جي موضوعن ۾ معبود بابت تصور، پالڻهار جي صفت، صفت رحمت ۽ انسان، خدا جي صفت عدل، وحدت دين، وحدت انساني، اسلام جو پيغام، شڪ ۽ يقين شامل آهن. هيءَ ڪتاب ماڻهن ۾ ديني فڪر جي معلومات ۽ رهنمائيءَ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو.



**انساني جسم**: انساني جسم کي ٽن حصن ۾ ورهائجي ٿو:

(1) **منڍي**: جنهن ۾ مٿو ميڄالو مُنهن، اکيون، نڪ، ڪن، چپ ۽ وات اچي وڃن ٿا.

(2) **ڌڙ**: هن حصي ۾ هٿ، ٻانهون، سينو پيٽ ۽ چيله اچن ٿا.

(3) **پولُهه**: هي چيله کان هيٺ وارو حصو آهي، جنهن ۾ ٽنگون، پير ۽ اخراج جا عضوا اچي وڃن ٿا.

ڌڙ واري حصي مان پيٽ ۾ ڪيترائي سرشتا آهن، جيڪي زندهه رهڻ لاءِ انسان جي مدد ڪن ٿا. انهن سرشتن ۾ ڪاڏي، هوا ۽ رت جا مکيه سرشتا آهن.

**انساني جسم جي بناوت**: انساني جسم جي هڪ خاص شڪل ۽ بناوت آهي.ان جو سبب هيءَ آهي ته انساني جسم ۾ هڏين جو هڪ فريم آهي، جنهن کي "بوتو" يا "هڏائون پڃرو" چئجي ٿو.انساني بوتي يا هڏائين پڃري ۾ 206 هڏيون ٿين ٿيون، جن کي چئن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي.

**ڊگهيون هڏيون**: اُهي ٽنگن، ٻانهن ۽ سيني ۾ ٿين ٿيون. انهن ۾ سوراخن جهڙيون خالي جايون ٿين ٿيون، جن ۾ هڪ نرم مادو ڀريل لڳي ٿو جنهن کي هڏين جو گُودو چئجي ٿو.

**تراڪڙيون هڏيون**: اُهي تراڪڙي شڪل ۾ ڪوڙيءَ ۽ ڪلهن ۾ هونديون آهن. انهن ۾ خالي جايون نه هونديون آهن.

**ننڍيون هڏيون**: اهي ڪرائيءَ ۽ مُرين ۾ هونديون آهن.

**مڙيل هڏيون**: ڪرنگهي ۾ وٽ واريون هڏيون. اهو هڏائون پڃرو گوشت سان ڍڪيل هجي ٿو جنهن ۾ مشڪون، ريشا وغيره ٿين ٿا رت جون سنهيون ٿلهيون ناليون، دماغي تنتون وغيره ان مان گذرن ٿيون. ان مٿان چمڙي ٿئي ٿي، جيڪا بدن کي ڍڪي ٿي.

**انساني حق**: انساني حقن کي "بنيادي حَقَ" به چيو ويندو آهي. انهن حقن کانسواءِ نه ته ڪو ماڻهو آزاد زندگي گذاري سگهي ٿو ۽ نه ئي ڪو ملڪ جمهوري سڏجي سگهي ٿو. پاڪستان جي 1973ع واري مروج آئين ۾ بنيادي انساني حقن جي فهرست ڏني وئي آهي ۽ ان سان گڏ اهو به واضح ڪيل آهي ته ڪوبه اهڙو قانون، جيڪو انهن بنيادي حقن سان ٽڪرائبو اهو ختم ٿي ويندو. آئين ۾ ذڪر ڪيل بنيادي حق هيٺيان آهن:

زندگيءَ ۽ آزاديءَ جو حق، گرفتاري ۽ ناحق نظربنديءَ کان تحفظ جو حق (ڪجهه شرطن سان)، غلاميءَ ۽ بيگار جي منع، ٻٽي سزا خاف تحفظ (يعني ڪنهن به هڪ مجرم کي هڪ ڏوهه تي ٻه دفعا سزا نه ڏني ويندي)، ذاتي عزت جو تحفظ، لڏپلاڻ ۽ رهائش جي آزادي، اجتماع جو حق، انجمن ٺاهڻ جو حق، سياسي پارٽي ٺاهڻ يا ان ۾ شامل ٿيڻ جو حق (ان شرط سان ته شهري سرڪاري ملازمت ۾ نه هوندو)، ڪاروبار، واپار ۽ گذر سفر جو حق، تحرير ۽ تقرير جي آزادي، پنهنجي مذهب تي عمل جو حق، تعليمي ادارن ۾ مذهبي تحفظ، مذهبي ٽئڪس کان تحفظ، حق جائداد يا ملڪيتي حقن جو تحفظ، شهريت ۾ برابري، عوامي جاين (مذهبي جاين کان سواءِ) تائين پهچڻ/گهمڻ جو حق، ملازمت جو حق ۽ ٻوليءَ ۽ ثقافت جو حق وغيره. اهي سمورا حق گڏيل قومن جي انساني حقن واري چارٽر موجب شهرين کي ملڻا آهن.

**انساني زندگيءَ جو مقصد** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌي زبان ۾ پهريون 'انسان نامو' آهي، جنهن ۾ حاجي غلام حيدر جروار علمي بحث ڪيو آهي ۽ منجهس عقل انسانيءَ جا اهم نُڪتا شامل ڪيا اٿس. ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي چواڻي "غلام حيدر جروار جي هيءَ تصنيف خليل جبران يا بيڪن جي دانش جو ڪم ڏيندي، توڙي جو اُهي هئي پنهنجي پنهنجي طبقي جا وفادار هئا، پر پوءِ به اُهي انسان جا طرفدار هئا، جڏهن ته غلام حيدر جروار جو طبقو ئي 'انسان' آهي".

نيوز پرنٽ جي 151 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب، سنڌ فرينڊس سرڪل، حيدرآباد پاران جنوري 2000ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن جي قيمت 80 رپيا آهي.

**انساني سڌاري جي شروعات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾

214 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻھريون. آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس. حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپايو.

**انساني قدمن جا پنڌ پھڻ نشان**: قديم انسان جي قدمن جا نشان مارچ 2009ع جي پڇاڙيءَ ۾ سنڌ ايڪسپلوريشن سوسائٽيءَ جي ميمبرن حاڪم علي شاھ بخاري، اشتياق انصاري، بدر ابڙي ۽ عزيز رانجهاڻيءَ ڳولي لڌا. پيرن جا اهي پنڌ پھڻ نشان گنجي ٽڪر ۾ موجود آهن. ماڳ جي ٺيڪ ٺيڪ نشاندهي في الحال ان خيال کان نہ ڪئي وئي آهي تہ متان اهي چوري نہ ٿي وڃن. مقامي ماڻھن قدمن جا ٽيئي نشان نئن جي پيٽ مان ڇڪين جي صورت ۾ ڪڍي، ڪنھن هنڌ نصب ڪري ڇڏيا آهن. سندن خيال آهي تہ اهي قدم فقط حضرت علي سائينءَ جا ئي ٿي سگھن ٿا. اهي ماڻھو اڃا موجود آهن جن اهي نشان وڏي جفاڪشيءَ سان ڇڪين جي صورت ۾ ڪڍي ڪنھن هنڌ محفوظ ڪيا آهن. هو اڃ بہ اها نشاندهي ڪري سگھن ٿا تہ هنن اهي نشان ٺيڪ ڪري ڪھڙي جاءِ تان ڪوري آندا آهن.

هي قدم عام انسان جي پيرن جي ماپ جا، پر ڪجھ ڊاڦوڙا آهن. يعني اهي ڪنھن اهڙي انسان جا قدم آهن، جنھن جو قد ساڍا پنج يا پوڻا ڇھ فٽ ڪن هوندو ۽ اهو ماڻھو سڄي عمر پيرين اگھاڙو جبلن ۾ هليو هوندو. ائين جبلن ۾ هلي هلي هن جا پير ڊاڦوڙا ٿي ويا هئا، يعني اهو پير نرم نازڪ ۽ سنھڙو نہ، پر مضبوط آهي.

جنھن جاءِ تان انساني قدمن جا نشان مليا آهن، اها ارضياتي لحاظ کان 'تازي جوڙجڪ' آهي. جيڪا اٽڪل ٻہ ملين سال اڳ کان شروع ٿي ۽ اها اڃا تائين جاري آهي. خود 'باشعور انسان' (Homo sapiens) ، جنھن جي پيرن جا پنڌ پھڻ سڄي دنيا ۾ ملن ٿا، هي نشان پلائسٽسين کان تازي وقت جي انسان جو آهي. هي سنڌي انسان انهن ٽڪرين ۾ ٺيڪ ٺيڪ ڪھڙي زماني ۾ موجود هو؟ ان سوال جو جواب پٿرن جي جوڙجڪ جي ليبارٽري ٽيسٽ کان پوءِ ملندو، پر هي يقيناً ڪو شڪاري ماڻھو هو جيڪو شڪار جي ڳولا ۾ گنجي ٽڪر جي هڪ نئن ۾ گپرائي گج تي قدمن جا ٽي نشان ڇڏي ويو آهي. ٻہ نشان ساڄي پير جا ۽ هڪ کاٻي پير جو. ان کان پوءِ شايد ڪجھ ائين ٿيو هوندو تہ جلد ئي ڪا ارضياتي تبديلي آئي، جنھنڪري زمين جو اهو خطو خاص ڪيميائي دور مان گذريو ۽ پوءِ وقت سان اهو گج سخت پٿر ٿي ويو. پيرن جا پنڌ پھڻ نشان ڪن ٻين ملڪن خاص ڪري آفريڪا، ٽيڪساس، ميڪسيڪو، هوائي، ترڪي، اٽلي ۽ فرانس مان بہ مليا آهن.



اهي سڀ نشان زمانن، ارضياتي خطن، ماحولن ۽ انساني نسلن جي لحاظ کان هڪٻئي کان مختلف ضرور آهن پر اهي سڀ ڪنھن فرق يا امتياز کان سواءِ ترقي يافتہ انساني نسل 'باشعور انسان' Homo sapien جا آهن. انهن مان هڪ قدم آسٽرالو پٿيڪس جو آهي، جيڪو 3.1 ملين سال اڳ کان 3.8 ملين سال قديم آهي. اها عمر پوٽاشم آرگن ڊيٽنگ طريقي سان حاصل ڪئي وئي آهي.

فرانس جي هڪ غار مان لڌل قدم جو نشان فقط 10 هزار سال قديم آهي. ڏکڻ آفريڪا ۾ واريءَ جو هڪ دڙو، جنھن تي قدم جو هڪ نشان آهي، وقت سان پٿر ٿي ويو. اهو 1,17,000 سال قديم آهي. ترڪيءَ ۾ ڊيمبرڪوپرو ماڳ ويجھو جوالائي خاڪ جي تھن مان ملندڙ نشان اڍائي لک سال اڳ نندرٿال انسان جو آهي. دنيا ۾ سڀ کان قديم نشان شايد چاليھ لک سال قديم آهن. ٻئي نمبر تي سڀ کان قديم پيرن جا نشان 3.6 ملين (36 لک) سال قديم آهن ۽ تنزانيا مان لڌا ويا آهن. جيڪي پڻ آسٽرالو پٿيڪس آفريڪانس جا آهن.

تنزانيا آفريڪا مان لڌل هڪ قدم 3.5 کان 3.8 ملين سال اڳ جو آهي جيڪو پڻ جوالائي خاڪ مان مليو. هوائي والڪينو نيشنل پارڪ آمريڪا مان لڌل قدم 13 کان 29 ملين سال قديم آهي. اُپي انسان جي قدمن جو دنيا ۾ قديم ترين نشان Ileret ڪينيا آفريڪا ۾ آهي جيڪو واريا سن پٿري تھن تي 1.51 کان 1.53 ملين سال اڳ جو آهي. اهو اوائلي اپو انسان Early Homoerectus هو.

برفاني دور سان تعلق رکندڙ قدمن جا سوين نشان آسٽريليا جي هڪ سڪل ڍنڍ وٽان مليا آهن. اهي 20 هزار سال قديم آهن. اهي، ان خطي ۾ هيل تائين لڌل سڀ کان قديم نشانن مان آهن. اهي نشان ان وقت ٺھيا جڏهن قديم ماڻھو سڪل ڍنڍ ويجھو ڏرا ڏيندڙ زمين تان لنگھي ويا. اهي نشان پوءِ پٿرائجي ويا. ڪينيا ۾ ئي هڪ ماڳ تان 1.5 ملين سال اڳ جا هڪ ئي هنڌ قديمي نشان مليا آهن. انهن ۾ جانورن جا پيرا بہ شامل آهن، ائين ٿو لڳي تہ اها ڪا گپرائي جاءِ هئي. انهن ماڻھن جا قدم جديد ماڻھو جھڙا آهن.

**انسائيڪلوپيڊيا**: علم جي سيني شعبن يا ڪنھن هڪ شعبي تي حاوي تاليف، جيڪا لغت کان مختلف ۽ جامع هوندي آهي. هن ۾ عنوان جي مفھوم




کان سواءِ، ان جي تاريخ بہ بيان ٿيل هوندي آهي ۽ ان تي مختصر ۽ عام بحث بہ ڪيل هوندو آهي.

دنيا جي قديم ترين انسائيڪلوپيڊيا پلني- دي ايلڊر (Pliny the Elder) جو ڪتاب "نئچرل هسٽري" آهي، جيڪو 37 جلدن تي ٻڌل آهي. هن ڪتاب ۾ تقريباً سيني علمن جو مختصر ذڪر آهي. ڏهين صديءَ ۾ ابونصر فارابيءَ "احصاءُ العلوم" نالي ڪتاب مرتب ڪيو جنھن ۾ ان دؤر جي مک علمن جو ذڪر ڪيل آهي. هن ڪتاب جو هڪ نسخو ڪتب خانہ اسڪوريال (ميڊرڊ) ۾ موجود آهي. وچئين دور ۾ ڪيترائي انسائيڪلوپيڊيائي ڪتاب تاليف ٿيا. علامہ نويري (1278ع- 1333ع)، ٽيھن جلدن ۾ هڪ انسائيڪلوپيڊيا جو

ڪتاب "نهاية الارب في فنون الادب" جي نالي سان مرتب ڪيو، جيڪو پنجن شعبن تي مشتمل هو: (الف) فلڪيات، ارضيات ۽ عالم سفلي، (ب) انسان ۽ ان سان لاڳاپيل معلومات، (ج) حيوانات، (د) نباتات ۽ طب، (هه) تاريخ. راجر بيڪن، ونسنٽ آف بوويس ۽ برونيتو لاتيني جون تصنيفون به تيرهين صديءَ جون آهن. وليم ڪيڪسٽن، ونسنٽ آف بوويس جي انسائيڪلوپيڊيا جو انگريزي ترجمو "مرر آف دي ورلڊ" جي نالي سان 1481ع ۾ ڪري اها شايع ڪئي. جديد انسائيڪلوپيڊيا جي واڌ ويجهه، جنهن ۾ مواد جي ترتيب، الفابيٽ جي حساب سان هوندي آهي، سا ماضي قريب ۾ ٿي. جان هيرس "علوم و فنون جي عالمگيري انگريزي لغت" 1704ع ۾ شايع ڪئي. 1728ع ۾ افرائيم چيمبرز (1740ع) هڪ انسائيڪلوپيڊيا ساڳئي نالي سان شايع ڪئي. سندس انهيءَ تاليف ۾ ڪيترائي دانشور سندس مددگار هئا ۽ انهيءَ ڪتاب ۾ تقابلي حوالا به ڏنل هئا. 1771ع ۾ ايڊنبرا ۾ "انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا" ٽن جلدن ۾ شايع ٿي. ان جي ترتيب به الفابيٽ جي حساب سان هئي. ان جو ٻيو ايڊيشن جيڪو تقريباً پنجن سالن کان پوءِ شايع ٿيو، ڏهن جلدن تي مشتمل هو. انهيءَ کان پوءِ هن انسائيڪلوپيڊيا جا نوان ايڊيشن وقت بوقت نڪرندا رهندا آهن ۽ هر سال هن ڪتاب جو هڪ ضميمو به شايع ٿيندو آهي، جنهن ۾ تازي معلومات هوندي آهي. 1772ع ۾ فرانسيسي "انسائيڪلوپيڊيا" 28 جلدن ۾ شايع ٿي. انهيءَ جي تاليف ۾ ڪيترن ئي عالمن ۽ دانشورن حصو ورتو ۽ اُها سڀ کان وڏيڪ مشهور انسائيڪلوپيڊيا آهي. ان کان پوءِ 1796- 1808ع ۾ جرمن انسائيڪلوپيڊيا "براڪهائوس" (Brock haus) ۽ 1833ع- 1829ع ۾ تيرنهن جلدن ۾ آمريڪن انسائيڪلوپيڊيا، "آمريڪانا" (Americana) شايع ٿي، انهيءَ جو مؤلف فرانس ليبر (Lieber) هو. عرب ملڪن ۾ بطرس البستانيءَ، (1883ع- 1876ع) ۾ "دائرة معارف البستاني" جا ڇهريان ڇهه جلد شايع ڪيا. ان کان پوءِ هن جا پٽ ۽ ٻيا ماڻهو گڏجي، هن ڪتاب جا وڌيڪ جلد شايع ڪندا رهيا. ايستائين جو 1954ع ۾ افرام البستاني، انهيءَ انسائيڪلوپيڊيا جي تڪميل لاءِ، عالمن جي هڪ جماعت جي گڏيل تعاون سان اڳوڻن سڀني جلدن جي نظرثاني به ڪئي.

1938ع ۾ استاد محمد فريد وجدي "دائرة معارف القرن العشرين" ويهن جلدن ۾ شايع ڪئي. قاهره (مصر) ۾ عربي انسائيڪلوپيڊيا (الموسوعة العربية) هڪ جلد ۾ ڇپي. انڊونيشي انسائيڪلوپيڊيا جو پهريون حصو 1954ع ۾ شايع ٿيو. ترڪي انسائيڪلوپيڊيا جي تاليف جو ڪم 1946ع ۾ شروع ٿيو. جاپاني انسائيڪلوپيڊيا (28 جلد) 31- 1930ع ۾ شايع ٿي ۽ ان جو ضميمو 1939ع ۾ نڪتو. اولهه ۾ جيڪي انسائيڪلوپيڊيائي تاليفون موجوده صديءَ (20 هين صديءَ) ۾ شايع ٿيون، انهن ۾ اهم ترين هي آهن:

اطالوي انسائيڪلوپيڊيا (1929-1939ع،36جلد)؛ جرمن انسائيڪلوپيڊيا جو نئون ايڊيشن (1949ع)؛ عظيم سوويت انسائيڪلوپيڊيا (65 جلد)؛ هالينڊ جي انسائيڪلوپيڊيا (38- 1932ع)؛ اسڪنڊي نيوي انسائيڪلوپيڊيا (55- 1948ع)؛ سوستاني انسائيڪلوپيڊيا (48- 1945ع)؛ هسپانوي انسائيڪلوپيڊيا ۽ پرتگالي انسائيڪلوپيڊيا وغيره. علم جي خاص شعبن تي مشتمل انسائيڪلوپيڊيائن ۾ هيٺيون اهم آهن:

فنون جي جرمن انسائيڪلوپيڊيا (1907ع- 1947ع- 35 جلد)، هن جي تاليف الرخ ٿيمي (Ulrich Thieme) ۽ فيلڪس بيڪر (Felix Becker) ڪئي، معاشرتي علمن جي اينسائيڪلوپيڊيا، موسيقي ۽ موسيقارن جي انسائيڪلوپيڊيا، مذهبي علمن جي انسائيڪلوپيڊيا، ڪئٿلڪ انسائيڪلوپيڊيا وغيره 1913ع ۽ 1938ع جي وچ ۾ اسلامي انسائيڪلوپيڊيا "The Encyclopedia of Islam" چئن جلدن ۾، (ضميمي سميت) لائيڊن ۾ شايع ٿي. هن جي تاليف ۾ ناليوارن دانشورن حصو ورتو. هن جي وڏي حصي جو ترجمو عربيءَ ۾ به ٿي چڪو آهي (1933ع کان 1978ع). پنجاب يونيورسٽي، لاهور جي نگرانيءَ هيٺ هن جي ويهن جلدن جو ترجمو پڻ ٿي چڪو آهي. 1954ع ۾ دانشورن جي هڪ جماعت، گب (Gibb)، ڪرامرز (Kramers)، شاخٽ (Schacht) ۽ ليوئس (Lewis) وغيره جي نگراني ۾ انگريزي، جرمن ۽ فرانسيسيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جي ٻئي ڇاپي جو ڪم شروع ٿيو. نظرثانيءَ کان پوءِ هن جا ڪجهه جلد شايع ٿي چڪا آهن.

پاڪستان ۾ اردو جامع انسائيڪلوپيڊيا جي ترتيب جي ابتدا 1959ع کان ٿي ۽ 1987ع ۾ هن جا ٻه مڪمل جلد (الف کان ي تائين) منظر عام تي اچي چڪا آهن. تازو سيد قاسم محمود سال 1998ع ۾ "انسائيڪلوپيڊيا پاڪستانيڪا" تيار ڪئي آهي ۽ "ٻچون ڪي انسائيڪلوپيڊيا" تيار ڪري رهيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾، پهرين سنڌي انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪري شايع ڪرائڻ جو سهرو سيوهڻ جي رهاڪو پروفيسر فتح الله صديقيءَ جي سر تي آهي. فتح الله صديقي 1988ع کان "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" جو ڪم شروع ڪيو ۽ 2005ع ۾ "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا پبليڪيشن، سيوهڻ" طرفان "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" (پهريون جلد) شايع ڪرايائين. ان ڪانسواءِ "ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا" خير محمد ٻرڙي تيار ڪئي، جيڪا پڻ 2005ع ۾ مراد پبليڪيشنز سيوهڻ طرفان شايع ٿي چڪي آهي.

سنڌي زبان ۾، سنڌ جي انسائيڪلوپيڊيا لاءِ پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران آگسٽ 1998ع کان هڪ باقاعدي مرڪزي تحقيقي آفيس قائم ڪري، هن اهم ڪم جي شروعات ڪئي وئي. انهيءَ کي "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" (Encyclopedia Sindhiana) جو نالو ڏنو ويو آهي، جنهن جو پهريون جلد توهان جي هٿن ۾ آهي.

هن سلسلي جو خيال هڪ رٿا جي صورت ۾ 1991ع ۾ عوام جي آڏو آندو ويو هو. اُن تي سوچ ويچار جو سلسلو سال 1993ع ۾ ڪيو ويو ۽ باقاعدي ڪم آگسٽ 1998ع کان شروع ڪيو ويو.

هن انسائيڪلوپيڊيا تي جن عالمن ڪم ڪيو، انهن مان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اٿارٽيءَ جو پهريون چيئرمئن هو، جنهن ان رٿا جي منظوري ڏني. ان کان پوءِ ان جو خاڪو ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ٺاهيو. 1998ع ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا باقاعدي انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سيل ٺاهي نامور استاد ۽ عالم شيخ محمد اسماعيل کي مقرر ڪري ڪم جي ابتدا ڪرائي ۽ هڪ ايڊيٽوريل بورڊ جوڙيو. جنهن ۾ محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ، امداد حسيني، ڊاڪٽر شمس الدين تنيو ۽ تاج جويو شامل هئا. اها رٿا 2001ع کان پوءِ بند ڪئي وئي، جنهن کي وري 2008ع ۾ جاري ڪيو ويو. هن رٿا جي سرپرستي موجوده چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ نگراني موجوده سيڪريٽري تاج جويي ڪئي آهي. پراجيڪٽ ڊائريڪٽر بدر ابڙي ۽ ريسرچ آفيسر محمد عثمان ميمڻ ڪارڪنن جي رهنمائي ڪئي ۽ اها 2009ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي آهي.

**انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي:** انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي نالي سان دنيا جي مشهور علمي ادبي ادارن ۾ شمار ٿيندڙ هيءُ ادارو 1963ع ۾ "سنڌي اڪيڊميءَ" جي نالي سان، سنڌ يونيورسٽيءَ جي تڏهوڪي وائيس چانسلر ۽ پاڪستان جي مشهور سائنسدان ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ، سنڌ يونيورسٽيءَ، اولڊ ڪئمپس حيدرآباد ۾ 8x8 سائيز جي هڪ ننڍڙي ڪمري



۾ قائم ڪيو. مشهور تعليمي ماهرن ۽ اديبن مرحوم محمد حنيف صديقي، پير حسام الدين شاهه راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ تڏهوڪي رجسٽرار محمد حسين ترڪ ۽ سنڌي شعبي جي صدر پروفيسر علي نواز جتوئيءَ، هن اداري جي قائم ڪرڻ ۾، ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ جي هر ممڪن مدد ڪئي. محمد حنيف صديقي صاحب کي اعزازي ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو ۽ اڪيڊميءَ جي انتظام لاءِ انهن ئي ميمبرن تي مشتمل هڪ صلاحڪار ڪاميٽي ٺاهي وئي.

جولاءِ 1964ع ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌي اڪيڊميءَ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر جي حيثيت سان اختيار سنڀاليا ۽ جلد ئي سنڌي عوام جي تعاون سان هيءَ ادارو، ادبي، تعليمي ۽ ثقافتي حوالي سان، "انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي" جي نالي سان عالمي سطح تي متعارف ٿيو. 45 سالن جي مختصر عرصي ۾ هن اداري سنڌي ٻولي، ادب، تهذيب ۽ ثقافت جي ميدان ۾ وڏي ڪاميابي ماڻي.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي قيام جو مقصد اهو هو ته هن اداري ۾ هڪ اهڙي تحقيقي لائبرري قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ سنڌ متعلق هر قسم جي معلومات ميسر هجي، ته جيئن ڪوبه محقق سنڌ متعلق ڪنهن موضوع تي تحقيق ڪرڻ گهري ته کيس سمورو مواد مهيا ڪري ڏنو وڃي. 1969ع ۾ ڪن تخريبڪارن پاران اداري جي لائبرريءَ کي باهه ڏيڻ جو خوفناڪ حادثو پيش آيو، جنهن ۾ اداري جي لائبرري سڙي رک ٿي وئي. اُن حادثي کي ڏسڻ لاءِ جناب ذوالفقار علي ڀٽو اداري ۾ آيو ۽ تڏهوڪي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر، ڊاڪٽر الانا کي آٿت ڏيندي فرمايائين ته "گهٻرايو نه! آءٌ اقتدار ۾ اچي اوهان کي هن اداري لاءِ اهڙي عمارت ٺهرائي ڏيندس، جنهن کي ڏسي دنيا وارا فخر ڪندا". ۽ ٿيو به ائين. ڀٽي صاحب اقتدار ۾ ايندي ئي سنڌالاجيءَ تي توجهه ڏنو ۽ هن اداري لاءِ نئين عمارت جي اڏاوت جو ڪم نيو ڪئمپس ڄامشوري ۾ شروع ٿيو. جنهن جي پيڙهه جو پٿر سنڌ جي تڏهوڪي وزيراعليٰ جناب ممتاز علي ڀٽي، 10 ڊسمبر 1972ع تي رکيو. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي اَٿڪ ڪوشش، پير حسام الدين شاهه راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مدد، هن ننڍڙي اداري کي وڏي ترقي ڏياري، دنيا جي وڏن ادارن جي فهرست ۾ ڳڻايو.

1969-70ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر الحاج سيد غلام مصطفيٰ شاهه، سنڌالاجيءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ تمام وڏو ڪم ڪيو. حقيقت آهي ته هن اداري جي موجوده مقام ۽ ترقيءَ لاءِ ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جا نالا هميشه ياد رهندا.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه انهن ڳالهين کي اڳتي وڌايو. جن جو بنياد ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ رکيو هو شاهه صاحب جي زماني ۾، سنڌس ڪوششن سان سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ "المصطفيٰ" نالي ٽائيپ رائيٽر مشين سوئٽزرلئنڊ جي "هرمس" ڪمپنيءَ کان ٺهرائي مارڪيٽ ۾ آندو ويو. ان ٽائيپ رائٽر جي تياري، ان جي ڪي بورڊ جي ترتيب ۾ محمد ابراهيم جويي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو وڏو هٿ آهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي خواهش تي سنڌي ٻوليءَ لاءِ عنايت الله عباسيءَ کان سنڌي شارٽ هينڊ جو ڀرپور پاڻو تيار ڪرايو ويو ۽ شارٽ هينڊ جا ڪلاس شروع ڪرايا ويا.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه صاحب جي دور ۾ موجوده عمارت ٺهڻ شروع ٿي، جيڪا 1977ع ۾ مڪمل ٿي. انهيءَ عمارت ۾ منتقل ٿيڻ کان پوءِ هيٺين شعبن ڪم ڪرڻ شروع ڪيو:

**تحقيقي لائبرري:** هن اداري جي شروعات ريسرچ لائبرريءَ جي قيام سان ٿي. آگسٽ 1963ع کان لائبرريءَ جو ڪم شروع ٿيو هڪ سال اندر 2050 ڪتاب گڏ ڪيا ويا، جن مان 780 ڪتاب سنڌيءَ ۾، 97 فارسي، 23 عربي ۽ باقي ڪتاب انگريزي ٻوليءَ ۾ هئا. 1971ع ۾ باهه جي حادثي، سالن جي ميڙي چونڊي تباهه ڪري ڇڏي، پر هن وقت هيءَ لائبرري پاڪستان جي مثالي لائبررين ۾ شمار ٿئي ٿي، جنهن ۾ هڪ لک کان وڌيڪ ڪتاب، 25000 کان وڌيڪ رسالا ۽ 1854ع کان وٺي اڄ تائين سنڌ مان نڪرندڙ اخبارن جا سوين جلد موجود آهن. ان کان سواءِ سنڌ جي مشهور شخصيتن پاران ڏنل ڪتابن جا، سندن نالن سان ڪارنر قائم ڪري رکيا ويا آهن. ان کانسواءِ هن سيڪشن ۾ نادر ڪتابن ۽ ٻئي تاريخي اهميت واري مواد کي مائڪرو فلم ذريعي پڻ محفوظ ڪيو ويو آهي. لائبرريءَ ۾ ڪن هزارن کان مٿي قلمي نسخا رکيل آهن.

**اينٿراپالاجيڪل ميوزيم:** هن ميوزم جا هيٺيان ڌار ڌار حصا آهن:

(1) **آرٽس گيلري:** هن گيلريءَ ۾ سنڌ جي دستڪاريءَ کي فروغ ڏيڻ لاءِ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ٺهندڙ پرت جي ڪم جا مختلف نمونا، جن ۾ گج، رلين، ڪٽين وغيره ۽ ٻيو سامان رکيو ويو آهي.

(2) **اٿنالاجيڪل گيلري:** هيءَ گيلري سنڌ جي ڌار ڌار خطن، قبيلن ۽ ذاتين جي، ڊايوراماز ذريعي جهلڪ پيش ڪري ٿي. انهن ذاتين جي رهڻي ڪهڻي ۽



ثقافت کي ڊايوراماز ذريعي ڏيکاريو ويو آهي. ڪي ذاتيون هيٺيون آهن: هندو، لوهاڻا، مينگهواڙ، ڀيل، ڪولهي، مهاڻا، اوڏ، شيدي، ربهاري ۽ بلوچ وغيره. هن ميوزيم ۾ سنڌ جي ڌار ڌار هنرن کي سليقي سان سينگاري رکيو ويو آهي ته جيئن محققن کي تحقيق ڪرڻ ۾ مدد ملي سگهي.

(3) **مشاهير گيلري:** هن گيلريءَ ۾ سنڌ جي اديبن، عالمن، شاعرن، دانشورن، قانون دانن، قومي رهنمائن، روحاني رهبرن، فنڪارن، موسيقارن ۽ سماجي ڪارڪنن جون تصويرون ۽ ڪن جا سنگ مرمر جا بُت، سندن مختصر سوانحي

خاڪن سان گڏ رکيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ عالمن ۽ اديبن جون ڪارنر بہ قائم ڪيون ويون آهن. جن ۾ جي. ايم سيد ڪارنر، ايم. ايڇ پنهور ڪارنر، پير حسام الدين ڪارنر، غلام مصطفیٰ شاهہ ڪارنر ۽ ٻيون ڪارنرون موجود آهن.

هن حصي ۾ 1926ع ۾ ٺهيل سنڌي ٻوليءَ جي پهرين ٽائيپ رائيٽنگ مشين پڻ نموني طور رکيل آهي. ان ڪان سواءِ هن حصي ۾ جدا جدا ڪارنر ٺهيل آهن. جن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي ڪارنر ڪان وٺي پاڪستان جي قومي تراني جي ڌن جي خالق احمد جي. چاڳلا مرحوم جو اهو هارمونيم، جنهن تي هن قومي تراني جي ڌن ٺاهي هئي ۽ قومي تراني جي ڌن جا نوٽيشن، پڻ رکيل آهن.

(4) **آرڪيالاجيڪل گئلري:** هن گئلريءَ ۾ سنڌ جي مشهور ۽ معروف قديم آثارن موهن جو دڙو، اروڙ، منصوره، نصرپور، ڪاهو جي دڙي، ڀنڀور، آمريءَ ۽ ڪوٽڏجيءَ ڪان سواءِ ٻين قديم جاين مان هٿ آيل نڪريون ۽ ٻيو سامان رکيل آهي.

(5) **جنرل گئلري:** هن گئلريءَ ۾ سنڌ جي شهرن جهڙوڪ: خيرپور، ٽنڊومحمد خان، سعيدپوري، هالا، مٽياري، لقمان، ڪشمور، بلڙي ۽ ٻين هنڌن تي ٺهيل جنديءَ جو سامان، ڪاشيءَ جو سامان، گهگهيون، ڏبڪ، ڏبڪيون، پنڊيون ۽ ٻيو سامان رکيل آهي.

هن ميوزيم ۾ بيشمار سڪا، رليون، چرجو سامان ۽ هٿ جو ٺهيل سامان رکيل آهي، جيڪو ڏسي ماڻهن کي حيرت ٿئي ٿي.

(6) **فوٽوگرافڪ گئلري:** هن ۾ سنڌ جي مختلف حصن سان لاڳاپيل مقامن، ماڳن، مزارن، وڻن ٽڻن، پکين، جانورن، ماڻهن، ڍنڍن، ڍورن، جبلن، شهرن ۽ مختلف جاتين ۽ انهن جي ڏنڌن جون دلچسپ تصويرون رکيل آهن.

(7) **سنڌ آرٽ گئلري:** هن گئلريءَ ۾ سنڌ جي فنڪارن جون ٺهيل اهي تصويرون رکيل آهن، جنهن ۾ سنڌ جي رهڻي ڪهڻيءَ متعلق مصوري ڪيل آهي. انهن تصويرن جي ڏسڻ سان ڏسندڙ کي سنڌي معاشري ۽ سنڌي جيوت جي پلي پت خبر پئجي سگهي ٿي.

(8) **بينظير ڀٽو گئلري:** هن گئلري جو قيام 2008ع ۾ پيو جنهن ۾ پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم محترمہ بينظير ڀٽو شهيد جون ڪيترين ئي تصويرون، سندس هٿ سان لکيل پيغام/ خط ۽ ڪجهہ ٻيون شيون پڻ سجائي رکيون ويون آهن.

**آڊيو وڊيو سيڪشن:** دراصل هيءَ سائونڊ آرڪائيوز جو سيڪشن آهي، جنهن جا ٻہ حصا آهن. هڪڙي حصي کي ايٿنولاجيڪل ميوزيڪل انسٽرومينٽس گئلري سڏيو وڃي ٿو. هن سيڪشن ۾ سنڌي راڳ جا مڙئي ساز، جنهن ۾ چڙا، چڙيون، چنگ، بوڙيندا، نفليون، ڍولڪون، دهل، شرنايون، تليون، بانسريون، ڪڙتال، گهڙا ۽ سارنگيون وغيره رکيون ويون آهن. سنڌي راڳ سان چاهہ رکندڙ ماڻهن کي هيءَ گئلري دلچسپ محسوس ٿيندي.

هئي حصي ۾ رڪارڊنگ اسٽوڊيو سان گڏ سنڌ ۾ ٿيندڙ راڳ ۽ گذريل فنڪارن جي آواز ۾ آڊيو وڊيو ڪئسٽيون، گراموفون ريڪارڊ ۽ وڊيو فلمون وغيره، گڏ ڪري رکيا ويا آهن.

**بيورو آف پراڊڪشن، پبليڪيشن ۽ ٽرانسليشن:** هن سيڪشن جو ڪم اشاعت آهي. هن وقت تائين هن اداري پاران 200 ڪان وڌيڪ ڪتاب ڇپايا ويا آهن. 'غزلن جو غنچو' پهريون ڪتاب هو جيڪو هن اداري پاران 1965ع ۾ شايع ٿيو هو ان ڪان پوءِ 'سائنس مخزن، علمي آئينو' ۽ هاڻي 'سنڌي ادب' ۽ انگريزي ۾ 'سنڌالاجيڪل اسٽڊيز' رسالا ڪڍيا وڃن ٿا.

هيءُ ادارو دراصل سنڌي ثقافت، رهڻي ڪهڻي ۽ سنڌي جيوت جي هڪ زندهہ تصوير پيش ڪري ٿو.

**ڊائريڪٽر:** انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ وقت بوقت مقرر ٿيل ڊائريڪٽرن مان ڪي اهم آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا، مهتاب اڪبر راشدي، شوڪت حسين شورو ۽ موجوده ڊائريڪٽر عبدالحميد آخوند جنهن 17 جولاءِ 2009ع تي چارج ورتي آهي.

**انشاءِ عطارد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب منشي شيوڪرام "عطارد" (متوفي 1244هہ/ 1828ع) جو لکيل آهي. منشي عطارد فارسيءَ جو سٺو شاعر هو سنڌ ۾ هن جو درجو اهو آهي، جيڪو هندستان اندر لالہ لڇمي نارائڻ ۽ چندر ڀان برهمڻ جو هو. ٺٽي جو باشندو ۽ محسن ٺٽويءَ جو شاگرد هو مير علي شير قانع سان خاص دوستيءَ جو رشتو هئس. ابتدا ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دربار ۾ (86- 1170هہ/72-1756ع) منشي هو ۽ ان ڪان پوءِ جڏهن ميان سرفراز خان تخت نشين ٿيو تہ ان جو مشير خاص ٿي رهيو "ديوان" ۽ "مثنوي هير رانجهو" ڪان سواءِ هن جي خطن جو هيءُ مجموعو سنڌ جي تاريخ لاءِ بيش بها خزانو آهي. البت اسلوب نگارش ۾ تڪلف ۽ عبارت ۾ شيريني ۽ دلاويزي گهٽ اٿس. ليڪن تاريخي لحاظ ڪان نهايت قيمتي آهي. ان ۾ ميان غلام شاهہ (86- 1170هہ/1756-72ع)، ميان سرفراز ڪلهوڙي (89-1186هہ/75-1772ع) ۽ مير بجار شهيد (1194هہ/ 1780ع) جي سلسلي ۾ ڪيترا خط تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿا. عطارد جو انتقال مير ڪرم علي خان ٽالپر جي دؤر (44- 1227هہ/28-1812ع) ۾ ٿيو.

**انشاءِ ماهرو** (ڪتاب): هي ملتان جي گورنر عين الملڪ "ماهرو" جي لکيل خطن جو مجموعو آهي، جن ۾ ڪي خط اهڙا آهن، جن ذريعي ڄامن ۽ تغلقن ۾ ٿيل ڇڪتاڻ تي روشني پوي ٿي. سمن جي تاريخ جي ابتدائي حصي تي پيل پردا هنن خطن جي اپياس ذريعي هٽي سگهيا آهن. هيءُ ڪتاب پروفيسر شيخ عبدالرشيد ايڊٽ ڪيو ۽ لاهور مان ان کي ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان 1965ع ۾ شايع ڪيو آهي.

**انشائي تعليم (ڀاڱو پهريون)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. جنهن ۾ تعليم جي مسئلن جو ذڪر آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 33 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، بگومل تلسيداس، اسٽئنڊرڊ پريس، حيدرآباد مان سال 1916ع ۾ ڇپايو.

هن ڪتاب جي ساڳئي نالي سان ڇپيل ٻئي ڀاڱي ۾ 64 صفحا آهن جن جي قيمت 62 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، محمد ابراهيم اينڊ برادرس، محمد پريس، شڪارپور مان سال 1965ع ۾ شايع ڪيو.

هن ڪتاب جي ساڳئي نالي سان ڇپيل ٽئين ڀاڱي ۾ 88 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد مان سال 1936ع ۾ ڇپيو.

**انصار:** انصار جو مطلب آهي اهي ماڻهو، جيڪي مديني ۾ رهندڙ هئا، جن نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جي هجرت ڪري اچڻ وقت مسلمان مهاجرن جي مدد ڪئي، جيتوڻيڪ اهي اُن وقت هٿين خالي ۽ احتياجي حالت ۾ هئا. انصارن انهن کي خوشيءَ سان پنهنجي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪيو ان ڪان علاوه انهن نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم سان گڏجي غزوات ۾ بہ حصو ورتو. قرآن شريف جي سورة "انفال" ۽ سورة "توبہ" ۾ انصار جو ذڪر آيو آهي. الله تعاليٰ انهن جي باري ۾ پنهنجي خوشنوديءَ جو اظهار ڪيو آهي.

**انصار برني:** انصار برني، قانوندان ۽ سماجي ڪارڪن آهي، جيڪو 14 آگسٽ 1956ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي.، ايم. اي. ۽ ايل. ايل. بيءَ جون ڊگريون ورتائين. پي. ايڇ. ڊيءَ جي اعزازي ڊگري سري لنڪا مان حاصل ڪيائين. شاگرديءَ واري زماني ڪان ئي انصاف، انساني حقن، امن ۽ جمهوريت جو حامي ۽ سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. سندس سرگرميءَ سبب



مارشل لا حاڪمن ڪيس 1977ع ۾ اٺ مهينا سخت بورهٽي سان سزا ڏيئي جيل موڪليو. آزاد ٿيڻ جي ڪجهه مهينن کان پوءِ ٻيهر ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ وڌو ويو. 1979ع ۾ ٽيون دفعو ڪيس هڪ مهيني لاءِ گرفتار ڪيو ويو. مسلسل جيل ۾ رهڻ ڪري هن فيصلو ڪيو ته آزاد ٿيندي ئي بيگناهه ۽ مظلوم قيدين جي نجات لاءِ ڪو ادارو قائم ڪندو. 1980ع ۾ هن "انصار برني انٽرنئشنل ويلفيئر ٽرسٽ" قائم ڪيو ۽ ان جا ذيلي ادارا به قائم ڪيائين. جن ۾ قيدين جي قانوني امداد لاءِ، گم ۽ اغوا ٿيل ماڻهن جي ڳولا لاءِ ۽ دهشت گرديءَ جي خاتمي لاءِ ڪميشنون شامل آهن. جن جي پليٽفارم تان هزارين نوجوان جاکوڙي رهيا آهن. انصار برنيءَ کي بي لوث محنت ۽ خدمتن جي اعتراف طور 180 کان وڌيڪ اوارڊ ۽ اعزاز ملي چڪا آهن. 2007ع ۾ ڪيس انساني حقن جو وزير پڻ مقرر ڪيو ويو هو.

**انصاري**: مديني منوره جي انصارن مان آهن. هي به محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا ۽ سنڌ ۾ آباد ٿي ويا. ايس صادق علي ڪتاب "سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جون مسلمان قومون" صفحي 63 تي لکي ٿو ته عرب جي شيخن مان جريم پاڙي مان انصاري آهن ۽ سپيا به انصاري آهن. ڪن روايتن موجب انصاري، حضرت ايوب انصاري (خالد ابن زيد) جي اولاد، الخضراج قبيلي مان آهن. جن نبي صلعم جن جي مدد ڪئي هئي، جن مان حضرت ابو ايوب النجار خزرجيءَ کي ممتاز حيثيت هئي، جن کي انصار (مددگار) چيو ويو. جيڪي بعد ۾ انصاري (غير قريش) سڏجڻ لڳا. حضرت ابو ايوب جي اولاد مان مخدوم محمد مراد انصاري سيوهڻ ۾ رهندو هو. جنهن جو شجرو هن ريت آهي: محمد مراد انصاري (مخدوم هاشم ٺٽوي جا شاگرد) بن حافظ محمد يعقوب بن محمود عرف حافظ ممون بن حاجي عبدالرحمان شهيد بن عبدالرحيم بن محمد انس بن عبدالله بن محمد جابر بن محمد خالد بن مالڪ بن ابو عوف بن حسان بن سالم بن الشعث بن مت بن ثعليه بن جنيد بن مقدوم بن شرحيل بن اشعث بن مت ايوب بن خالد انصاري خزرجي (وفات 52هه قسطنطنيه).

**انصاف ڪٿي آهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد دائود بلوچ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 156 صفحا آهن. قيمت ٻه رپيا پنجاهه پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، اداره آواز ادب، حيدرآباد سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**انصاف ۽ گلڙن جا گيت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نند لعل پريو لعل "نندن" جو لکيل آهي. جنهن ۾ ٻارڙن بابت گيت ڏنل آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 44 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، نند لعل، زميندار پريس، ميرپورخاص مان سال 1955ع ۾ ڇپائي، "نئين چور" مان پڌرو ڪيو.

**انعام**: قرآن شريف جي ڇهين سورة، جيڪا مڪي ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 165 آيتون آهن. ان ۾ ايمان جا اهم جزا، يعني توحيد جي عقيدي، قيامت جي ڏينهن ۽ سزا ۽ جزا جو بيان آهي. زمين ۽ آسمان ۾ قدرت الاهيءَ جا جيڪي ڪرشما نظر اچن ٿا، انهن ڏانهن انسان کي متوجهه ڪيو ويو آهي ۽ قديم قومن جي سرگزشت بيان ڪري نيڪيءَ ۽ بديءَ جا نتيجا واضح ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ هن سورة ۾ حلال ۽ حرام شين جو تفصيل بيان ٿيل آهي ۽ چوپاين متعلق مشرڪن جا جيڪي وهم وسوسا هئا، انهن جي مذمت ڪئي وئي آهي. انهيءَ ڪري هن سورة کي سورة 'انعام' چيو ويو آهي.

ڪنهن ڪارنامي، غيرمعمولي جرات، نيڪيءَ ۽ سخا وغيره جي سلسلي ۾ مليل يادگار تحفي کي به "انعام" (الف جي اِ اچار سان) سڏيندا آهن.

**انعام شيخ**: ناليوارو اديب، نقاد، مترجم، ڪالم نگار ۽ مضمون نويس انعام شيخ، 3 فيبروري 1962ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس خانداني نالو انعام الله پٽ حاجي گل محمد شيخ آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي آنرس (فلاسافي) ڪري، سنڌ يونيورسٽي مان ايم. اي انٽرنيشنل رليشنز ۾ ڪيائين. ٻهرين اردو ڪاليج ڪراچيءَ ۾، 5 ڊسمبر 1989ع تي ليڪچرر ٿيو ان کانپوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. 2008ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو. هو آڪٽوبر 2003ع کان جولاءِ 2006ع تائين ٽن سالن لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو ۽ ڪيترا ڪتاب ڇپرايائين ۽ هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جام شوري ۾ انٽرنئشنل رليشن ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.



انعام شيخ بهترين مترجم آهي، سندس ترجمو ڪيل ڪتاب گهڻو پسند ڪيا ويا آهن. سندس ڪتابن "سوچ جو سفر" (1996ع)، "اِتهاس جا آواز" (1997ع)، "سونهن، عشق ۽ سنسار" (1998ع) ۽ "سماج ۽ ادب" (1999ع) کي وڏي پذيرائي ملي. سندس مضمون ڪالم ۽ ترجما مختلف اخبارن، ڪتابن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. سندن مضمونن ۽ ڪالمن جو ڪتاب "سنڌ ورن ڳالهيون" ڇپائيءَ هيٺ آهي. ڪيس بهترين ترجمي نگار طور سنڌي ادبي سنگت سنڌ، سنڌ گرئجوئيٽ ائسوسيئشن ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران اوارڊ مليل آهن. ڪيس پاڪستان سطح جو وڏي ۾ وڏو صحافتي اوارڊ APNS (96-1995ع ۽ 95- 1994ع) پڻ ملي چڪو آهي. هن وقت هو ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ. ڊي ڪرڻ جي تياريءَ ۾ آهي.

**انفرميشن ٽيڪنالاجي**: جڏهن ڪمپيوٽر ۽ ڪميونيڪيشن ٽيڪنالاجي پاڻ ۾ گڏجي ٿي ته انفرميشن ٽيڪنالاجي "انفوٽيڪ" جو جنم ٿئي ٿو هيءَ ٽيڪنالاجي اهو ٻڌائي ٿي ته ڪيئن معلومات ڪمپيوٽر ذريعي تخليق ڪجي، ان جو تحفظ، منتقلي، متاسٽا ۽ ڦهلاءَ ڪيئن ڪجي؟

عام طور تي جڏهن اسين انفرميشن ٽيڪنالاجي بابت ڳالهايون ٿا، تڏهن اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ان ۾ ڪمپيوٽر جو استعمال ۽ معلومات جي موجودگي هڪٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. سائنسي طور تي انفرميشن ٽيڪنالاجيءَ جي وصف هيٺين ريت ٿيندي.

ڪمپيوٽر سان تعلق رکندڙ معلومات جي تخليق، ڊزائيننگ، منتقلي، واڌاري، سڌاري، سپورٽ ۽ ترتيب واري سائنسي علم کي انفرميشن ٽيڪنالاجي چئبو آهي. سافٽ ويئر (پروگرام) ذريعي ڏنل معلومات جي متاسٽا، منتقلي، جمع بندي، حفاظت، اُن جي نشريات ۽ بحالي وغيره انفرميشن ٽيڪنالاجي جا اهم جزا آهن.

موجوده وقت ۾ هي اصطلاح تمام گهڻي وسعت حاصل ڪري چڪو آهي ۽ ڪمپيوٽنگ ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڪيترن ئي پاسن کي پنهنجي دائري ۾ آڻي ٿو هن شعبي سان لاڳاپيل ماڻهو نيٽ ورڪنگ، انسٽاليشن ۽ ڊيٽا بيس جي مختلف شعبن ۾ پنهنجي ڊيوٽي انجام ڏين ٿا. نه صرف ايترو، پر

ادارن ۾ ڊيٽا مئنيجمينٽ، نيٽ ورڪنگ، هارڊ ويئر، انجنيئرنگ، سافٽ ويئر ڊزائننگ، ويب ڊزائننگ ۽ ڪمپيوٽنگ واري سموري نظام جي ترتيب ۽ تنظيم به هن شعبي جي ماهرن جي محنت جو نتيجو آهي.

هيءُ اصطلاح سڀ کان پهرين مشيگان جي جم ڊامسڪ (Jim Damsic) نومبر 1981ع ڌاري ايجاد ڪيو. ڊامسڪ، موٽرگاڏين سان لاڳاپيل هڪ ڪمپنيءَ ۾ ڪمپيوٽر مئنيجر طور ڪم ڪندو هو. سندس خيال هو ته "ڊيٽاپروسيس" وارو اصطلاح، جيڪو 1958ع کان استعمال ٿي رهيو هو، هاڻي ڪم جو نه رهيو آهي. ٽيڪنالاجي جي ترقيءَ ۽ جدت کي نظر ۾ رکندي، ان جي جڳهه تي ڪونئون اصطلاح جوڙجي ۽ اُن کي انفرميشن ٽيڪنالاجي سڏڻ گهرجي.

موجوده وقت ۾ دنيا جي سمورن ملڪ جي يونيورسٽين ۾ هن شعبي جو قيام عمل ۾ آندل آهي. جنهن سان هن شعبي جي ماهرن جو هڪ وڏو انگ مختلف ادارن ۾ پنهنجون خدمتون انجام ڏيئي، هر ملڪ جي ترقيءَ ۾ پائيداري پيو ڪري.

**انقره** (Ankara): انقره ترڪيءَ جو مشهور شهر آهي، جنهن کي يورپ جي دروازي جي حيثيت حاصل آهي. انقره ٻن حصن جديد ۽ قديم ۾ تقسيم ٿيل آهي. قديم شهر جبل جي چوٽيءَ تي ٻڌل آهي. هن ۾ اڄ تائين قديم عمارتون موجود آهن. جن ۾ آگسٽس جو مقبرو، رومي عمارتون، حمام ۽ ديوان خانا، باز نطيني ٿنڀ، مساجد ارسلان، بيرام وغيره موجود آهن. انهن جي عمارتن جي ويجهو انقره جو قومي عجائب گهر آهي، جنهن جي پر ۾ مسجد علاؤالدين آهي. جديد شهر ۾ سڀ کان وڏيڪ ڏسڻ جهڙي شيءِ اتاترڪ جو مجسمو آهي، جبل جي اولهه ۾ ٺي اتاترڪ جي مزار آهي، جيڪا 1935ع ۾ ٺهي راس ٿي. هي مزار شهر جي هرحصي کان نظر اچي ٿي. جديد شهر ۾ ماڻهن جي تمام گهڻي وسندي آهي.

انقره جو شهر قبل از تاريخي شهر آهي. 1931ع ۾ هتي حجري دور جا آثار مليا آهن ۽ ٻين به آثارن جو پتو پيو آهي. انهن آثارن مان خبر پوي ٿي ته هن جو نالو ان وقت 'انڪلا' هو. تقريباً انين صدي ق. م هتي فريڪي قوم آباد هئي. 334 ق. م ۾ سڪندر اعظم جڏهن پنهنجي مهم لاءِ نڪتو تڏهن هن علائقي مان پڻ گذريو. ان جي وفات کان پوءِ هتي سلوڪين جو قبضو رهيو. 334ع کان 1073ع تائين تقريباً ست سئو سال انقره مشرقي رومي سلطنت سان وابسته رهيو.

**انقلاب** (اخبار): انقلاب نالي روزاني اخبار آغا بدرالدين ڳڙهي ياسين واري، سڪرمان ڪوئينس روڊ تان 1945ع ۾ سنڌي زبان ۾ جاري ڪئي هئي. جنهن جا مرحوم درمحمد اويسي ۽ علي احمد بروهي ايڊيٽر رهيا هئا. اخبار ڪانگريسي اخبارن جي مقابلي ۾ مسلم ليگ جي حامي هئي. اپر سنڌ جي مسلمانن کي بيدار ڪرڻ جي ڪم ۾ چڱو حصو ورتائين. ڪن سماجي خرابين جي خلاف به محاذ ڪڙو ڪيائين. حڪومت به دفعا مٿس بندش وڌي، تنهن هوندي به 1958ع تائين جاري رهندي آئي.

**انقلاب**[2] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور انقلابي ۽ هيمون ڪالاڻيءَ جي ساٿي عينشي وديارٿيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 98 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. هن ۾ آزادي ۽ انقلاب بابت مواد شامل آهي. ڇاپو پهريون، الوحيد پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1947ع ۾ ڇپيو.

**انقلاب**[3] (ڪتاب): انور پنهور دنيا ۾ آيل سماجي ۽ سياسي انقلابن بابت هي ڪتاب "طبقاتي جدوجهد پبليڪيشن" طرفان ڀاڻ ڇپايو جنهن جا پڪي جلد سان 247 صفحا آهن. سن 2004ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيه آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ لال خان لکيو آهي.

**انقلاب ايران** (ناول): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل هن ناول جو پهريون ڇاپو 1980ع ۾ اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ حضرت آيت الله روح الله خمينيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ ايران ۾ آندل انقلاب جو ذڪر آهي. پاڪستان رائيٽرز گلڊ طرفان هن ناول کي سال 1980ع جي بهترين سنڌي ناول جو اعزاز ڏنو ويو هي ناول ڏيپلائي صاحب جو لکيل آخري ڪتاب آهي. قيمت پنج رپيا اٿس.

**انقلابي سپاهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبند مالهيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 129 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون هندستاني ساهتيه آستان، جنتا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيو.

**انقلابي شاهراه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبند مالهيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 185 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، جنتا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ورهاڱي کان اڳ سال 1947ع ۾ ڇپيو.

**انڪوائري آفيسر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو تصنيف ڪيل ڊرامو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 76 صفحا آهن. ان جو ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1966ع ۾ شايع ڪيو.

**انڪيوبيٽر**: هيءُ انگريزي لفظ آهي، جنهن کي آنن ڦوڙڻ جي مشين چئجي ٿو. جيڪو مصنوعي طريقي سان بيضن مان چوزن ڪڍڻ واري عمل لاءِ استعمال ٿيندو آهي. هونئن ته بيضن مان چوزن ڪڍڻ جا مصنوعي طريقا صدين کان هلندا اچن ٿا، پر گذريل 70-60 سالن ۾ هن طريقي ڪافي ترقي ڪئي آهي. سڀ کان پهرين مصر ۾ چوزن ڪڍڻ لاءِ سِرُن جو انڪيوبيٽر ٺاهيو ويو. ارڙهين صديءَ جي وچ ۾ چيٽي جي گرميءَ ذريعي چوزن ڪڍڻ جو تجربو ڪيو ويو. اوڻيهين صديءَ جي شروع ۾ گرم هوا جو انڪيوبيٽر ايجاد ٿيو ۽ 1844ع ۾ گرم پاڻيءَ جو انڪيوبيٽر تيار ڪيو ويو. نيٺ 1925ع ۾ بجليءَ جي ذريعي هلڻ وارو انڪيوبيٽر ايجاد ٿيو. اڄڪلهه بجليءَ جي ذريعي هلڻ وارو انڪيوبيٽر ئي گهڻو استعمال ٿي رهيو آهي، پر گئس، گاسليٽ ۽ ڪوئلي سان هلڻ وارا انڪيوبيٽر به اچي ويا آهن. انڪيوبيٽر گهڻو ڪري ڪاروباري مقصدن لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان ڪري اهڙن ڳوٺن، شهرن وغيره ۾ لڳايو وڃي ٿو، جتي چوزن جي گهرج وڌيڪ هوندي آهي ۽ ان سان گڏ آمد ۽ روانگيءَ جي سهوليت به ميسر هوندي آهي.



ويم گهرن ۾ به وقت کان اڳ جاول ٻار جي جياپي لاءِ، بجليءَ تي ڪم ڪندڙ اهو اوزار ڪم ايندو آهي. هر طرح جي انڪيوبيٽر جي لاءِ عمارت جي تعمير، صحت جي اصولن تي هئڻ گهرجي ۽ گڏوگڏ روشنيءَ ۽ هوا جو به سٺو انتظام ضروري آهي.

**آنڪرو**: ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جي ول، جيڪا جهنگ ۾ تمام گهڻي ٿئي ٿي ۽ مرٽن، ٻوهن، جارين، ڦوگن، ڪِپن ۽ سِٽن تي چاڙهجي ويندي آهي. هن جا پن ننڍا ٽڪنڊي شڪل جا ٿين ٿا ۽ ان جو ڦر پڳڙي جيڏو ۽ چِتڪمرو سائي رنگ جو ٿيندو آهي، جيڪو ڪنهن به ڪم نٿو اچي. هيءُ ول، اُٺن، ٻڪرين، رڍن ۽ ڇيلن جو خاص ڪاڌو آهي.

**آنگاري:** هڪ قسم جو ٻوٽو، جيڪو اڪثر ساريال جي فصل ۾ پاڻمرادو اڀري ايندو آهي. ڏسڻ ۾ هوبهو ترن جي ٻوٽي جهڙو هوندو آهي. ٽي فوٽ کن اوچو ٿيندو آهي. هيءُ ٻوٽو نه مال جي چاري طور ڪم اچي ٿو ۽ نه ئي ٻئي ڪنهن ڪم ۾ اچي. گهڻو ڪري هي فصل لهڻ کان پهرين ڳڏ ڪري ڪڍيو ويندو آهي. جيڪڏهن فصل ۾ رهجي ويو ته پوءِ فصل لُبجڻ کان پوءِ پاڻمرادو ڳري سڙي ختم ٿي ويندو آهي.

**انگرکو:** هڪ قسم جو پهراڻ، جنهن ۾ گلو ساڄي پاسي تي ٿهيل هوندو آهي ۽ پهراڻ ۾ ڪَهيُون هونديون آهن. جن سان پهراڻ ٻڌبو آهي. اهو پهراڻ خاص ڪري هندو ڪِراڙ (هٽ واڻيا) پائيندا آهن. ان جي برعڪس مسلمانن جي پهراڻ جو گلو کابي پاسي رکيل هوندو آهي ۽ ان ۾ ٻيڙن جي بدران سَرڻ (سُت مان ٺهيل ٻيڙا) ٽاڪيل هوندا آهن.

**انگريز:** انگليند جا رهواسي (ڏسو: برطانيا)

**انگريز ۽ مسلمان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شمس الدين 'بلبل' جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو البرٽ پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1914ع ۾ شايع ٿيو.

**انگريزي** (English): هن ٻوليءَ جا ڪوڪني (Cockney) سوس (Scouse) گوردي (Geordi) اوڀر انگليا (East Angilia)، برمن، سائوٿ ويلز، ايڊنبرگ، بيل فاسٽ (Belfast) ڪارن وال (Cornwal) ڪمبرلينڊ (Cumber land) مرڪزي ڪمبرلينڊ (Central Cumber Land) ديور شاير (Devar shire) اڀرندي ديور شاير (Eastren devar) ڊورسيٽ (Dorset) ڊُرهم (Durham) بولٽن لينڪ شاير (Bolton Lancashire) ريڊڪلف لينڪ شاير نارٿميرلينڊ، نارفوڪ (Norfolk) نيوڪيسل نارٿم برلينڊ، ۽ ٻيا لهجا آهن. هي ٻولي جرمن ٻوليءَ سان 60 سيڪڙو فرينچ سان ۽ 27 سيڪڙو ۽ روسيءَ سان 24 سيڪڙو مشابهت رکي ٿي.

هن ٻوليءَ جو اصل وطن برطانيه آهي، پر آمريڪا، اندورا، انگلوئلي، اروبا، آسٽريليا، برازيل، برٽش انڊيا، برٽش ورجن، آئيزلينڊ، برونائي، ڪمبوڊيا، ڪيمرون، ڪئنيڊا، ڪي مين آئيز چين، هندوستان ۽ پاڪستان، جپان ۽ ٻيا سوين ملڪ جن ۾ انگريزي نه صرف ڳالهائي وڃي ٿي، پر تعليم جو ذريعو به انگريزي آهي. ڪيترن ملڪن ۾ برطانيا ۽ آمريڪا کان سواءِ هيءَ ٻولي سرڪاري ۽ قومي ٻوليءَ طور شامل آهي. دنيا ۾ گهڻي ڀاڱي سجو عام ۽ سائنسي ڪم هن ٻوليءَ ۾ ٿئي ٿو ان لاءِ هن کي سائنسي ٻوليءَ جو درجو حاصل آهي.

هيءَ ٻولي هند- يورپيائي، جرمنيائي، اولهه انگريزي ٻولين جي خاندان مان آهي. هي ٻولي رومن خط ۾ لکي وڃي ٿي. برطانيه ۾ 55000000 ۽ دنيا ۾ 1999ع جي رپورٽ موجب 30935280 ماڻهو هي ٻولي ٻي ٻوليءَ طور لکن پڙهن ٿا. آسٽريليا ۾ 15682000 ماڻهو بربادوس ۾ 13000، برازيل ۾ 55998، برمودا ۾ 58800، (هتي به هي سرڪاري ٻولي آهي) برٽش انڊيا ۾ سرڪاري ٻولي، برونائيءَ ۾ قومي ٻولي 8000 ڳالهائڻ وارا، ڪمبوڊيا ۾ فرينچ ٻوليءَ جي جاءِ وٺي رهي آهي، ڪينيڊا ۾ سرڪاري ٻولي 17100000 ڳالهائڻ وارا، چين ۾ (1993ع) 54000 خاص طور هانگ ڪانگ ۾، ايٿوپيا ۾ (1986ع) سرڪاري ٻولي. فجي ۾ (1976ع) 4929 سرڪاري ٻولي، گمبيا هڪ هزار ماڻهن جي سرڪاري ٻولي، گهانا (1977ع) ۾ 1000000 سرڪاري ٻولي، گوانا ۾ قومي ٻولي، هندوستان ۾ قومي ٻولي 11021610 ڳالهائڻ وارا، آئرلينڊ ۾ قومي ٻولي 2600000 ڳالهائڻ وارا، اسرائيل ۾ انگلٽ (Anglit) لهجو ڳالهائجي ٿي. سرڪاري ٻولي شيم ٿيل آهي (1993ع) ۾ 100000 ڳالهائڻ وارا، ڪينيا ۾ سرڪاري ٻولي، لبنان ۾ هي ٻولي گهرن يا بزارن ۾ ڪانه ڳالهائجي صرف 3300 (2004ع) ڳالهائڻ وارا، مالوي ۾ سرڪاري ٻولي 18000 هزار ڳالهائڻ وارا، مالٽا ۾ سرڪاري ٻولي 2400 ڳالهائڻ وارا، ماريشش ۾ سرڪاري ٻولي صرف 3000 ڳالهائڻ وارا، نائيجريا ۾ ڏهه لک، نيوزلينڊ ۾ سرڪاري ٻولي 3213000 ڳالهائڻ وارا ۽ ان کان سواءِ ٻين به ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ۾ تمام گهڻو ادب پيدا ٿئي ٿو.

**انگريزي - سنڌي ڊڪشنري:** هيءَ ڊڪشنري پرمانند ميوارام جي ترتيب ڏنل آهي. هيءَ ڊڪشنري، پهريون ڀيرو 1933ع ۾ ڇپي ۽ ٻيو ۽ ٽيون دفعو "نئين انگريزي- سنڌي ڊڪشنريءَ" جي نالي سان 1976ع ۽ 1980ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان شايع ٿي. هيءَ ڊڪشنري ساهتيه اڪيڊمي نئين دهليءَ طرفان پڻ ڇاپي وئي آهي. هن ڊڪشنريءَ مان شاگرد، استاد ۽ ليکڪ اڃا تائين چڱيءَ طرح سان مستفيد ٿي رهيا آهن ۽ هيءَ سنڌي ادب ۾ خاص جاءِ والاريندڙ آهي.

**انگريزي - سنڌي ڊڪشنري**[2]: هن نالي سان ٻي هڪ ڊڪشنري غلام مصطفيٰ شاهه جي ترتيب ڏنل آهي. هيءَ ڊڪشنري سرڪاري آفيسن ۾ لکپڙهه لاءِ ڪم ايندڙ انگريزي اصطلاحن جي متبادل سنڌي اصطلاحن تي مشتمل دفتري لغت آهي. ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 202 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ، نيو گرين پريس، حيدرآباد مان 1972ع ۾ شايع ڪيو.

**انگريزي - سنڌي ڊڪشنري**[3]: هن نالي سان اي. ٽي. شاهاڻي، اي. ڊي. شاهه، عبدالحسين ميمڻ ۽ بشير منگيءَ پڻ ڊڪشنريون ترتيب ڏنيون آهن.

**انگريزي - سنڌي ڊڪشنري**[4]: هيءَ ڊڪشنري رشيد احمد ميمڻ ڊبل ڪرائون سائيز ۾، ٽن جلدن ۾ تيار ڪري ڇپرائي آهي جيڪا هن وقت تائين ڇپيل سمورين ڊڪشنرين ۾ وڏيڪ لفظ رکي ٿي. هن ۾ سائنس ٽيڪنالاجي مختلف علمن ۽ فنن بابت لفظ پڻ شامل آهن. هيءَ ڪفايت اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران سن 2006ع ۾ پڌري ڪئي وئي آهي.

**انگريزي مٿين ڪلاسن لاءِ جاگرافي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جڳتراء ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 124 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو آهي. ان جو پهريون ڇاپو سال 1936ع ۾ ڇپيو.

**آنگڙو:** مَلهه جو هڪ داءُ، جنهن ۾ هڪڙو ملهه مخالف جي ٽنگ کي آڏڙي ڏيئي، پٺتي ڌڪي، ڪيرائي وجهي. ان داءُ کي "جانئو" به چئجي.

وڻ مان ميوو وغيره پٽڻ لاءِ ڪاٺي يا لوهه جي تار جو ڪنڍو، جيڪو ميوي جي ڏانڊيءَ ۾ وجهي ڇڪجي ته ميوو پٽجي اچي، ان کي به انگڙو چوندا آهن. پر جيڪڏهن ڪنڍو ننڍو هوندو ته ان کي "انگڙي" چوندا آهن.

**انگڙيءَ واري ڊِڪٽي:** اداڻي تي فوٽ ڊگهي سيخ کي گول ۾ موڙي چلائون ڦيٿو جوڙي ۽ هڪ اداڻي فوٽ ڊگهي سيخ جي پڇڙي ڪنڍيءَ وانگر ورائي پوءِ هيءَ ڊڪٽي ڌڪين. هيءَ لوهار ناهي ڏيندا آهن ۽ ٻار خريد ڪري ان چلائين گول (رنگ) کي انگڙيءَ جي اڙ ۽ ٽيڪ تي اڳيان ڌڪيندا هلائيندا ويندا آهن.

**انگستانو:** درزڪي ڪم جو هڪ اوزار. سبڻ يا پرڻ وقت اشهد آڱر تي چڙهيل لوهي ٽوپي، جيڪا آڱر ۾ سئيءَ ٽنبجڻ کان بچاءَ ڪندي آهي.

**آنگسي:** تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 9 ڳوٺ آباد آهن.

**انگلنڊ:** يورپ جو هڪ ملڪ، جيڪو برطانيا (Great Britain) ۾ شامل آهي. (وڌيڪ ڏسو: برطانيا).

**انگلنڊ جا اداڻي سال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لعل محمد جوڻيجي جي ڊائريءَ، ٽائرن ۽ خطن تي مشتمل آهي، جيڪي هن انگلنڊ ۾ رهائش دوران لکيا. هو برطانيا ۾ اڪائونٽس جي ڊگري حاصل ڪرڻ ويو هو. پر اتي حالتون هن لاءِ ناسازگار رهيون ۽ بنا ڊگري وٺڻ جي سنڌ موٽي آيو. برطانيا ۾ سمورو وقت

افراتفريءَ ۾ گذاريائين. هن برطانيا ۾ سنڌ سان محبت جو ناتو قائم رکيو. ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ، لعل جوڻيجي جي تعارف دوران هن ڪتاب بابت لکيو آهي ته هي خط ۽ ڊائري بنا ڪنهن تصنع جي لکيل آهن. چوڻ هي شايع ٿيڻ لاءِ لکيل نه آهي. ان ڪري هنن ۾ جيڪو ڪجهه به لعل لکيو آهي، اهو سنڌس اندر جو اڏمو آهي. اهو اڏمو جيڪو ڪنهن به ناهه ٺوهه يا مصلحت آميزيءَ کان پاڪ آهي. هن برطانيا جي زندگيءَ جو سچو پچو عڪس چٽيو آهي ۽ منافقي نه ڪئي آهي. هيءُ ڪتاب اروڙ اشاعت گهر، سکر پاران 1986ع ۾، رشيد ڀٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن 346 صفحن جي ڪرائون سائيز ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهي.

**انگلنڊ جي تاريخ** (ڪتاب): هن موضوع تي گهڻن ليکڪن انگريزي ٻوليءَ مان ڪتاب ترجمو ڪري ڇپايا، جو ان وقت ضرورت مطابق سنڌ جي شاگردن کي هاءِ اسڪولن ۾ انگلنڊ جي تاريخ پڙهڻ لازمي هئي. ڪن ليکڪن سڄا ڪتاب ترجمو ڪيا ته ڪن مختصر لکيا. ڪن ماڳهين اختصار ڪيو. بهرحال ان وقت هن نالي وارا جيڪي ڪتاب ڇپيا ۽ معلوم ٿي سگهيا، تن جي جاڻ هيٺ ڏجي ٿي:

**انگلنڊ جي تاريخ (پاڱو پهريون):** هن ڪتاب جو مترجم پريداس آنندرام آهي، جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي سان لاڳاپيل هو. 400 صفحن جو هيءُ ڪتاب، ليٿو ۾ ڇپيل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو آهي. هيءُ ڪتاب تعليم کاتي جي ڇاپخاني ڪراچيءَ مان 1868ع ۾ شايع ٿيو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هن ڪتاب جا ليکڪ واڌومل چنديرام ۽ پريداس آنندرام آهن. جيڪي ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي سان لاڳاپيل هئا. ليٿو ۾ ڇپيل هن ڪتاب جا 350 صفحا آهن. ڪتاب جو ملهه 14 آنا آهي. هيءُ ڪتاب تعليم کاتي جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان 1871ع ۾ ڇپيو.

**انگلنڊ جي تاريخ (پاڱو پهريون):** هن ڪتاب جو ليکڪ تاراچند شوقيرام آڏواڻي هو. جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي ۾ ٽرانسليٽر هو. هيءُ 79 صفحن جو ڪتاب الوهي ڇاپي ۾ ڇپيل آهي. ڪتاب جي قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان 1886ع ۾ شايع ٿيو.

هن تاريخ جو ٻيو پاڱو بيو، جنهن جو ليکڪ پڻ تاراچند شوقيرام هو. ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان 1886ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هن ڪتاب جو ليکڪ بولچند ڪوڙومل جڳتياڻي آهي، جيڪو ڪراچيءَ جي تعليم کاتي سان واسطو رکندڙ هو. ٽائيپ ۾ ڇپيل هن ڪتاب جا 567 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان 1892ع ۾ ڇپيو.

**انگلنڊ جي تاريخ (پاڱو ٻيو):** هن ڪتاب جا مترجم چاندومل ۽ مولچند آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 14 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو هندو پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1925ع ۾ ڇپيو.

**انگلنڊ جي تاريخ (پاڱو ٻيو):** هيءُ ڪتاب چيلارام ڪيمچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائونس ائيز واري هن ڪتاب ۾ 227 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ليکڪ هيءُ ڪتاب نئشنل اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب راڌا ڪرشناڻيءَ ۽ رامچند لالومل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جا 114 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون، مولچند ميگهراج، راجپوت پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1937ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو جشن مل هيمنداس، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1954ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب قاضي علي رضا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 13 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، نوتنداس گوبچند ڀاٽيا سال 1938ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب ايڇ. ايل چبلاڻيءَ ۽ پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 148 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو ليکڪن، سواستڪا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ (پاڱو پهريون):** هيءُ ڪتاب جشن مل شيوارام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 220 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون موهن لعل پوڪرداس، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب نند لال پوڪرداس ڪالرو جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 246 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو سترهون، موتي رام گرڌاري داس، موتي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب خانبهادر محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 103 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ جي تاريخ:** هيءُ ڪتاب مرزا اجمل بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ 253 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، محمد يوسف اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ ڇپايو.

**انگلنڊ ۾ سياڻي جا اسڪول:** هن ڪتاب جو مترجم ڀلاجراءِ واسواڻي آهي. هن ڊبل رايل سائيز ڪتاب ۾ 28 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇيتمل پرسرام هيءُ ڪتاب بلئوٽسڪي پريس، حيدرآباد مان ڇپايو، جنهن جو سال ڄاڻايل ناهي.

**انگور:** هڪ قسم جو ميوو، جيڪو انگورن جي ول ۾ ٿيندو آهي. اِن جا داڻا ڪجور جيترا يا ڪجور کان ننڍا ٿين. هي ميوو جابلو ايراضيءَ ۾ ٿيندو آهي. هن جي پوک بلوچستان ۽ پاڪستان جي اُتر واري علائقي ۾ ٿيندي آهي، جتي قديم دور کان ٿيندي اچي ٿي. تازي ميوي کي "انگور" سڏين ۽ سڪل انگورن کي "مُنقا" ۽ "ڪشمش" چئبو آهي. انگور دل، دماغ، جگر ۽ بڪين کي طاقت پهچائين ٿا. انساني جسم ۾ حرارت عزيزي پيدا ڪندڙ آهن. قدرت هنن ۾ پوٽاشيم، ڪئلشيم، فاسفورس جي لوڻيات کان سواءِ وٽمن اي، بي، ڊي به شامل ڪيا آهن. انگورن مان بهترين شراب ٺهندو آهي. قرآن شريف ۾ به انگورن جو ذڪر آيو آهي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن به انگورن کي پسند ڪيو آهي. انگورن جا ڪيترائي قسم آهن، جن مان شندوخاني (سُندرخاني)، حسيني، وڏو تور، مسقط مشهور آهن.



**انگوري سُرڪو:** انگورن مان ٺهيل هڪ قسم جو اچو سُرڪو.
**انگوري شراب:** انگورن مان ٺهيل هڪ قسم جو ڳاڙهو شراب.
**انگي اصول** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عبدالڪريم سنديلي جو لکيل آهي. ڪرائونس ائيزَ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، ايم. اسلم ميان. سال 1956ع ۾ ڇپايو.
**انگي حساب** (ڪتاب): انگريزن جي آئي، ڏيهي ٻولي پڙهائڻ لاءِ سنڌ ۾ اسڪول کليا، جن ۾ ٻين مضمونن سان گڏ رياضيءَ جو مضمون به لازمي پڙهايو ويندو هو. ان ضرورت کي محسوس ڪندي انگريزيءَ مان رياضيءَ جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ڪيا ويا. انهن کي انگي حساب سڏيو ويو. پهرين ڪرشنا شاستري گوڊبولي جي رياضيءَ تي لکيل ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ 1869ع ڌاري ترجمو ٿيو. ان کان پوءِ انهيءَ نموني تي ضرورت مطابق سيني ڪلاسن لاءِ جدا جدا ڪتاب لکيا ويا. هيٺ رياضيءَ جي موضوع تي انگريز دور ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل انهن ڪجهه آڳاٽن ڪتابن جو تفصيل ڏجي ٿو جيڪي دستياب ٿيا آهن:
**انگي حساب:** هن ڪتاب جو ليکڪ ڪرشنا شاستري گوڊبولي آهي. جيڪو ڪراچيءَ جو رهندڙ هو هن 724 صفحن تي انگي حساب ترتيب ڏنو جيڪو ليٿو ۾ ڇپيو ۽ ان جون هڪ هزار ڪاپيون ڇپيون. ان وقت ڪتاب جي قيمت 8-1 (هڪ رپيو اٺ آنا) هئي. هيءَ ڪتاب تعليم کاتي جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان سال 1869ع ۾ ڇپيو ۽ شايع ٿيو. هن انگي حساب جو ٻيو ڇاپو، سال 1881ع ۾ ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان شايع ٿيو جنهن ۾ 528 صفحا هئا. قيمت 9 آنا ڄاڻايل آهي.
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب وزيرمل اتمچند لالوائيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 66 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپوءِ سنڌ گزيٽ، ڪمرشل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1894ع ۾ ڇپايو.
**انگي حساب:** هن ڪتاب جو ليکڪ اوڌنمل سترامداس سڌاڻي آهي. جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي ۾ ملازم هو. سندس ناهيل انگي حساب 84 صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو ليٿو ۾ ڇپيل آهي. هن ڪتاب جي ڇپيل ڪاپين جو تعداد 500 آهي ۽ هڪ ڪاپيءَ جو ملهه 4- 1 (هڪ رپيو 4 آنا) آهي. هيءَ ڪتاب قيصريہ پريس، حيدرآباد مان 1897ع ۾ ڇپيو.
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪشنچند اتمچند جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 340 صفحا آهن. هيءَ ڪتاب سال 1906ع ۾ ڇپيو پريس، وغيره ڄاڻايل ناهي.
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڏئيم مل اتمچند لالوائيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 484 صفحا ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو چوٿون، الحق پريس، سکر مان سال 1908ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو، مرڪنٽائيل اسٽيم پريس، ڪراچيءَ مان سال 1911ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ڇهون ڇاپو واسنمل ڪشنچند پريميئر پريس، حيدرآباد مان سال 1914ع ۾ ڇپيو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب عبدالحق شيخ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 86 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو سيد مٺن شاهہ، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1914ع ۾ ڇپايو
**انگي حساب:** هن ڪتاب جو ليکڪ همتسنگهہ گاجسنگهہ آڏواڻي هو جيڪو ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي ۾ هو. 414 صفحن واري هن ڪتاب جون 515 ڪاپيون ٽائيپ ۾ ڇپيون. ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. هيءَ انگي حساب، ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان 1893ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، رايل سائيز ۾ 330 صفحن تي مشتمل، وڪٽوريا پريس، سکر مان 1916ع ۾ ڇپيو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪشنچند گلابسنگهہ گدوائيءَ ۽ سائين جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 176 صفحا ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌ جووينائيل ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1926ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو نئشنل پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1928ع ۾ شايع ٿيو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 133 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، تيجنداس جي. پٽاڻيءَ، نئشنل پيس، حيدرآباد مان سال 1927ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1932ع ۾ ڇپيو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب مولچند منگهومل واسوانيءَ ۽ سائين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 143 صفحا ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو ميشرس ايم. ايم واسوانيءَ، نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1928ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون، نئشنل پريس، حيدرآباد مان 1934ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو مولچند وشنداس، پاپولر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو مولچند وشنداس، تاج محل پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ستون ڇاپو تاج محل پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 176 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ائون ڇاپو سنڌ بوڪ ڊيپو طرفان تاج محل پريس، حيدرآباد مان 1946ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 118 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو نائون ڇاپو بہ ڇپيو هن ڪتاب ۾ 118 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي، جيڪو مولچند وشنداس واسوانيءَ، نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپايو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪرمچند ليلارام هگورانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 377 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو ميشرس پوڪرداس، ڪارونس پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1929ع ۾ ڇپايو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب شيخ عبدالحق جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 174 ۽ قيمت 14 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو، پوڪرداس ٽانورداس، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1929ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو ائون، پوڪرداس ٽانورداس، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان 1929ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو نائون، ساڳيءَ پريس، مان 1934ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ڏهون ڇاپو پوڪرداس اينڊ سنز 1937ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپايو
**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪرمچند ليلارام هگورانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، ڪارونس پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1930ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پوڪرداس اينڊ سنز، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1935ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو، ٽيڪچند ليکراج هوتانيءَ، 1936ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپايو هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، پوڪرداس اينڊ سنز، 1937ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپايو هن ڪتاب جو جدا ڇاپو لڪشمي پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان

1937ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت 5 آنا آهي. هن ڪتاب جو ڇوٿون ڇاپو پوجراج پوڪرداس سال 1938ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپايو هيءَ ڪتاب پوڪرداس اينڊ سنز، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1940ع ۾ شايع ڪيو.

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪشنچند تيرٿداس شاهاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 144 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو بيو. ايڊيوڪيشنل پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ مان سال 1932ع ۾ ڇپيو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب رسول بخش جو لکيل آهي. جيڪو هن ٻئي درجي وارن لاءِ لکيو. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 86 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. جي. آر. آسراڻيءَ، راڄپال پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1934ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو جي. آر. آسراڻيءَ، راڄپال پريس، شڪارپور مان 1945ع ۾ ڇپايو. جنهن ۾ 142 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي.

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب هرچند سنگھ جي. پرسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي. ٻهريون ڇاپو. هيچند سنگھ پرسواڻي، ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1934ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب فتح محمد دوست محمد قريشيءَ جو لکيل آهي. جيڪو پنجين درجي لاءِ لکيو ويو هو. ڪرائون سائيز واري ڪتاب ۾ 142 صفحا ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. مدن لال پوڪرداس، سنڌ پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1937ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو ڇوٿون. مدن لال پوڪرداس، ڪرائون اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب قاضي جان محمد اڪبر عليءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 162 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ٻهريون ڇاپو. پوڪرداس اينڊ سنز. سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1937ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو بہ پوڪرداس اينڊ سنز سال 1937ع ۾ چندن پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان ڇپايو هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، اَمر اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇوٿون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، امر اليڪٽرڪ ورڪس حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، چندن پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان 1941ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇھون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ستون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، اَمر اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1945ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو اَٺون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، ديش متر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو نائون ڇاپو مدن لال پوڪرداس، آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب قاضي جان محمد اڪبر عليءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 39 صفحا ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو بيو مدن لال پوڪرداس، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون. مدن لال پوڪرداس، امر اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو. جنهن ۾ 482 صفحا آهن ۽ قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي.

**انگي حساب (ڀاڱو ڇوٿون):** هيءَ ڪتاب پيسومل ريجهومل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا 68 آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ٻهريون ڇاپو غلام محمد شاهواڻيءَ، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1945ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب ڪنيا لعل سيتلداس ناگپال جو لکيل آهي. جيڪو هن ٽئين درجي لاءِ لکيو ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي. جيٺانند هيمنداس، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1945ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو بيو ڇاپو ساڳيءَ پريس، مان 1946ع ۾ ڇپيو

**انگي حساب (ڀاڱا چار):** هيءَ ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائونس ائيز واري هن ڪتاب ۾ 192 صفحا آهن. مدن لال پوڪرداس ديش متر پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب (اصولن سان):** هيءَ ڪتاب الله بخس ٽالپر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 574 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. الله بخش حسين خان ٽالپر پاڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ ۽ سائين جو گڏجي لکيل آهي. جيڪو درجي ٽئين لاءِ لکيو ويو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 127 صفحا آهن ۽ قيمت 15 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇوٿون ڇاپو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپيو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب قاضي جان محمد ۽ سائين جو گڏجي لکيل آهي. جيڪو ستين درجي جي شاگردن لاءِ لکيو ويو هو ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 212 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو بيو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊر پريس، حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي. جيڪو ٻئي درجي لاءِ لکيو ويو هو. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي. جيڪو هن درجي چوٿين لاءِ لکيو هو ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. هن ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پنجون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءَ ڪتاب شرف الدين شاهہ راشديءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 1097 صفحا آهن ۽ قيمت 10 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب (ڀاڱو ڇوٿون):** هيءَ ڪتاب خانبهادر محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 74 صفحا آهن ۽ قيمت 15 آنا ڄاڻايل آهن. ڇاپو ٻهريون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان سال 1957ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڇوڏهون ڇاپو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، سنڌ پريس، حيدرآباد مان سال 1961ع ۾ ڇپايو

**انگي حساب:** هيءُ ڪتاب محمد ابراهيم عباسيءَ ۽ سائين جو گڏجي لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 256 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 28 پئسا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون، 1968ع ۾ ڇپيو ۽ ڇاپو ائون، محمد يوسف ۽ برادرس، فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1968ع ۾ ڇپايو.

**انگي حساب:** هيءُ ڪتاب الله بخش ٽالپر جو لکيل آهي، جيڪو درجي پنجين جي شاگردن لاءِ لکيو ويو هو. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 215 صفحا آهن ۽ قيمت 97 پئسا ڄاڻايل آهن. ڇاپو نائون، عجائب اسٽور، نئشنل پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1970ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو، عجائب اسٽور سکر، نيو گرين پريس، حيدرآباد مان سال 1973ع ۾ ڇپيو.

**انگي حساب:** هيءُ ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو درجي ٻئي جي شاگردن لاءِ لکيو ويو هو. رايل سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 108 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو پنجاهه پئسا ڄاڻايل آهي. ٻهريون ڇاپو، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، حيدرآباد، باب الاسلام پريس، ڪراچيءَ مان سال 1972ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، ڪتاب ايجنسي طرفان باب الاسلام پريس، ڪراچيءَ مان 1973ع ۾ ڇپيو.

**انگي حساب:** هيءُ ڪتاب محمد ابراهيم جويي ۽ سائين جو گڏجي لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 286 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 68 پئسا آهي. ڇاپو ٽيون، شيخ غلام علي اينڊ سنز ڪراچي، نيو گرين پريس، حيدرآباد مان سال 1973ع ۾ ڇپرايو.

**انگي حساب ۽ جاميٽري:** هيءُ ڪتاب علي محمد مهر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 346 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون، محمد يوسف اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون، سال 1963ع ۾ ڇپيو.

**انگي حساب ۽ جاميٽري:** هيءُ ڪتاب شرف الدين شاهه راشديءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 216 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 29 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون، رايل بوڪ ڊيپو حيدرآباد سال 1964ع ۾ ڇپايو.

**آنگهہ:** ڪاٺيءَ جي نڪتل ڪُتَ. ڇهنبياري ڪاني، جيڪا ڪپڙي وغيره کي لڳي ۽ اُن کي ڦاڙي وجهي يا اٽڪي پوي. وڻ مان وڍيل ٽاريءَ جو باقي بچيل ٽڪرو، جيڪو وڻ جي ڏار ۾ بيٺو هجي. قاصائي ڪا ڦندر يا ٻڪري وڻ جي هيٺان ڪُهندو ۽ وڍيل عضون يا گوشت کي ٽنگڻ لاءِ وڻ جي نڪتل ڪُتن يا لوهه جي ڪُنڍن ۾ ٽنگيندو.

سنڌ جي ڳوٺن ۾ اِهو رواج آهي ته ڪو ماڻهو ڦندر يا ٻڪري ڪُهي، ان جو گوشت وڪڻندو ته ڳوٺ کان ٻاهر وڻ جي انگهن ۾ ڪُٺل جانور جا عضوا ٽنگي ڇڏيندو. پوءِ اُتي تڏو وڇائي، ان تي ڪاٺيءَ جو ٽڪر يا اَڏِي رکي گوشت ٽنگي ڇڏيندو.

**انگهہ دڙو:** هي اسلامي وچئين دور جو آهي. ماڳ شهدادڪوٽ، ميروخان روڊ ضلعو قمبر شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي. ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ″20 ′51 °27 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ″00 ′59 °67 ڊگرين تي واقع آهي. هي دڙو 125x130 ميٽر ڊيگهه ويڪرو ۽ 6 ميٽر اوچو آهي. هتان مليل وٿن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي وچين اسلامي دور جو ماڳ آهي. هن جي ڪوٽائي ٿيل ڪانه آهي. هي ماڳ هوريان هوريان ختم ٿي رهيو آهي جو زرعي زمين جي والار ۾ اچي ويو آهي. هيٺ خبر ناهي پاڻ سان ڪهڙي تاريخ رکي ٿو.



**اننَاسُ:** ميوي جو هڪ قسم، جيڪو ناريل جيڏو ٿيندو آهي. ڳاڙهيءَ ڪَل تي اُڀريل ڳنڍيون هونديون اٿس ۽ خوشبودار ۽ مِٺو ٿئي ٿو. هيءُ ميوو بنگلاديش مان هتي ايندو هو پر هاڻي هتي به اِن جو پوک تي تجربا ڪيا پيا وڃن. ڪراچيءَ جي گرم گهميل آبهوا ۾ پوکي سگهجي ٿو. تمام لذيذ ميوو آهي. طبي اصطلاح ۾ جگر، معدي، دل ۽ دماغ کي گهڻي طاقت ڏيندڙ آهي ۽ اُڃ گهٽائي ٿو.

**انند پيرو/ انند پيرون:** پيرو راڳ جو قسم ۽ سمپورن راڳڻي آهي. هي راڳ به مشر ميل آهي، جنهن ۾ بلاول اترانگ ۾ ۽ پيرو پور وانگ ۾ ملايل آهن. جيئن ته پيرو جو قسم آهي، ان لاءِ پيرو جو انگ دربل رکڻ ضروري آهي ۽ بلاول جو انگ کي قدر ڌبيل هجي ته چڱو. هن راڳڻيءَ ۾ اگر ڌَيوت تيور ڪجي ته مشهور راڳ سور ڪانت جي صورت وٺندو. جيڪو هاڻي رواج ۾ ڪونه آهي. هن جو خاص سرگم: سا. را را. سا- ني ڌي پا — سا- گي را گي ماپا ما گي را- را- سا آهي. هن جي آروهي سارا گي ما پا ڌي ني سَا ۽ امروهي ساني ڌي پا ما گي را سا آهي. جڏهن ته وادي سُر کرج ۽ سموادي سُر ڌيوت آهي.

**انوار الهديٰ بجواب آئينہ حق نما** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرحوم محمد بخش "واصف" جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن. قيمت ۽ ڇاپو ڄاڻايل ناهي. ليٿو پيس، ڪراچيءَ مان سال 1934ع ۾ ڇپيو.

**انوار سهيلي:** فارسي ٻوليءَ ۾ اخلاقي ۽ ادبي ڪتاب، جيڪو جانورن جي دلچسپ ۽ سبق آموز ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ڪتاب جو مؤلف ملا حسين واعظ ڪاشفي (910 هه/ 1504ع) هو. هيءُ ڪتاب نظام الدين امير شيخ احمد سهيليءَ جي خواهش تي لکيو ويو. ڪتاب لکندڙ جو بظاهر مقصدُ ابوالمعاليءَ جو ڪتاب "ڪليله دمنه" کي مڪمل فارسيءَ ۾ لکڻ ۽ ان مان عربي شعر ۽ مثال ڪڍڻ هو، پر هو ان ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو. البت هن "ڪليله دمنه" مان ڪيترو ئي حصو حذف ڪري، ان جي جاءِ تي پنهنجي طرفان مقدمو لکيو ۽ ان سان گڏ مثنوي مولانا روم، گلستان سعدي ۽ ٻين ڪتابن جي حڪايتن جا حوالا آڻي، ڪتاب ٺاهيو ۽ ان کي امير احمد سهيليءَ جي نالي پٺيان "انوار سهيلي" جو نالو ڏنو. هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.



**آنود/ هَنودُ:** روايت ۾ آيل آڳاٽي وقت جي هڪ ظالم ڪاسائيءَ جو نالو، جيڪو سيوهڻ جي قلعي ۾ رهندو هو ۽ ماڻهو ڪهي ان جو گوشت، جانورن جي گوشت ۾ ملائيندو هو. 'آنود ڪاسائيءَ جي ڪَڏ' محاورو عام طور ان وقت استعمال ڪيو آهي جڏهن ڪي گهڻيون شيون گڏ ٿي وڃن ته چئبو ڪيڏانهن ويون؟ انود ڪاسائيءَ جي ڪَڏ ته ڪانهي.

**انودرت (تال)**: هيءَ لئي ۾ درت کان ٻيڻي رفتار واري لئي ٿي. يعني سندس ماترائن جو عرصو سيڪنڊ جي چوٿين حصي برابر هوندو آهي. ڪي ڪي ڳائڪ درت کان پوءِ انودرت ۾ تانو هڻندا آهن. ترانو به گهڻو ڪري هن لئي ۾ ڳاتو وڃي ٿو. انودرت ۾ آنگرين جي ڦڙتائي ۽ فن ۾ پختگي جي ضرورت رهي ٿي. ان کان سواءِ لئي جو لطف محال آهي. هن لئي ۾ تان هڻڻ ۾ پختگي ۽ هڪ سُر کان ٻئي تائين اچڻ لاءِ گلي ۾ وڏي لچڪ جي ضرورت آهي.

**اَنود ڪاسائيءَ جي ڪُڏَ**: سيوهڻ شهر ۾ هڪ مشهور ڪڏ. جيڪا "انود ڪاسائيءَ" جي نالي سان سڏجي ٿي. جنهن لاءِ چون ٿا ته تمام اونهي هوندي هئي. جنهن ۾ هو ڪنل ماڻهن جا هڏا ڦٽا ڪندو هو.

"انود ڪاسائيءَ جي ڪڏ". محاورو عام طور ان وقت استعمال ڪبو آهي. جڏهن گهڻيون شيون گم ٿي وڃن. ته چئبو. ڪيڏانهن ويون؟ "انود ڪاسائي جي ڪڏ ته ڪونهي."

**انور**: اصلي نالو آغا حامد علي احمد زئي ولد آغا محمد ابراهيم. سندس پيدائش 11 آڪٽوبر 1936ع تي حيدرآباد شهر ۾ ٿي. سنڌي پرائمري استاد ٿيو. پر پوءِ ماستري ڇڏي حڪمت جا امتحان ڏنائين. انوکي قسم جو شاعر هو. "انور" تخلص رکندو هو. دريائي مشاعرو، آفتابي مشاعرو، ماهتابي مشاعرو ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا مشاعرا سندس ذوق جي خبر ڏين ٿا. سندس ڪلام جا هيٺيان مسودا اڻ ڇپيل آهن. (1) 'ثمرات بحر'، (2) 'ثمرات سماء'، (3) 'لون انور'، (4) 'ڪليات انور'، (5) 'حيوانات انور'، (6) 'طائران انور'، (7) 'معدنيات انور'، (8) 'امر انور'، (9) 'نباتات انور'، (10) 'خدائي انور'، (11) 'حشرات انور'، ۽ (12) 'چار جماعتون'.

**انور احمد خان مهر**: انور احمد خان مهر ولد شاهنواز خان مهر 16 نومبر 1951ع ۾ ڳوٺ تماچاڻي ضلعي سکر ۾ ڄائو هو ايم. اي سان گڏ ايل ايل بي آهي. پر پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. 2002ع وارين چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊيو هو ان کان اڳ 1979ع 1983ع ۽ 1987ع ۾ ضلعي ڪائونسل جو ميمبر پڻ رهيو. 2006ع ۾ ٽيننسي ايڪٽ ۾ ترميمن جي سفارش لاءِ جوڙيل خاص ڪميٽيءَ جو ميمبر هو هن 2008ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي شڪارپور جي تڪ پي ايس 2 مان چونڊ کٽي ۽ هن وقت گهرو معاملن بابت اسيمبلي جي ڪميٽيءَ جو چيئرمئن پڻ آهي.

**انور احمد، قاضي**: قاضي انور احمد ولد قاضي محمد هاشم، 18 ڊسمبر 1934ع تي موري ۾ ڄائو بي. اي (آنرز)، ايل. ايل. بي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر جي عهدي تي فائز ٿيو. سنڌي زبان ۽ ادب سان گهري دلچسپي رکندو هو. هڪ سٺو مضمون نگار ۽ افسانه نويس پڻ هو سندس ڪيترائي مضمون "نئين ۽ نرالي دنيا" جي نالي سان 53- 1952ع ڌاري روزنامہ "نواءِ سنڌ" ۾ ڇپيا. مهراڻ آرٽس ڪاليج مورو، جنهن سوسائٽيءَ طرفان هلندو هو قاضي صاحب ان جو صدر هو. 1960ع ۾ "تعارف نفسيات" جي نالي سان نفسيات جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ هڪ ڪتاب ڇپيل اٿس.

**انور بلوچ**: ڪهاڻيڪار، ناول نويس ۽ ڊرامي نگار انور بلوچ جو جنم، 16 اپريل 1952ع تي ڳوٺ محمد حسين بليدي، تعلقي نصير آباد، ضلعي شهدادڪوٽ ۾ ٿيو. تعليم بي. ايس. سي (فاريسٽري) ۽ ايم. اي اڪنامڪس اٿس. ان کان علاوه آبپاشي ۽ واٽر مئنيجمينٽ بابت آمريڪا ۽ لاهور مان تربيت ورتل اٿس. سندس تصنيف ۾ سنگسار (ڪهاڻيون: 1990ع) اي ٽرپ ٽو آمريڪا (سفرنامو: 1996ع)، ٿوهر ڳاڙها گل جلد- پهريون (نوٽ بوڪ تان: 1998ع)، ميرو پاڻي سنڌوءَ جو (ڪهاڻيون: 2000ع)، ڪارو پاڻي (ڪهاڻيون: 1998ع)، آڪاش کان اڳتي (ناول:1998ع) ٿوهر ڳاڙها گل جلد-ٻيو (نوٽ بوڪ تان: 2004ع)، مان منصور نه ناهيان پر..... (مضمون، مقالا ۽ مهاڳ: 2004ع)، پلصراط تي هڪ وڪ (ڪهاڻيون: 1996ع)، دوزخ مان دري (ناول: 2006ع)، ديس نماڻو ارڏا ماڻهو (مهاڳ، مقالا، مضمون: 2009ع) ۽ ايلشبا (ناول: 2009ع)، باک ڦٽيءَ جو سوجهرو (ناول:2009ع) شامل آهن. هن وقت ڊويزنل فاريسٽ آفيسر آهي.



**انور بلوچ**[2]: ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو هڪ نه وسرندڙ آواز ۽ بهترين فنڪار انور بلوچ، 13 اپريل 1944ع تي، هيرآباد، حيدرآباد ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم پرائمري اسڪول جان محمد جمالي ۽ پوءِ نورمحمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد مان حاصل ڪئي. ذهين ۽ هوشيار هو. ان ڪري آخوند اشرف هن جي مدد ڪندي، ڪانئس ڏهين ڪلاس جو فارم پرايو ۽ کيس مئٽرڪ پاس ڪرايائين.

انور بلوچ، ڊي. اي. او (گرلس) وٽ ڪلارڪي ڪري، انٽر تائين تعليم حاصل ڪئي. هن اسٽيج ۽ ٽي. وي ڊراما به ڪيا. سندس فن جو قدر ڪندي کيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ پروڊيوسر مقرر ڪيو ويو. پاڻ سخت محنت ۽ جاکوڙ سبب جوانيءَ ۾ ئي بيمار ٿي پيو ۽ ڏگهيءَ بيماريءَ ۾ وفات ڪيائين.

**انور پاشا** (ناول): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو هي ناول ڪتابي شڪل ۾ جون 1957ع ۾ شايع ٿيو انهيءَ کان اڳ اهو ناول ماهوار "انسان" ۾ قسطن وار شايع ٿيو. انور پاشا جي خلافتي دور ۾ هليل جمهوري تحريڪ دوران ترڪيءَ جو مقبول ترين اڳواڻ هو. پر پهرئين مهاڀاري جنگ ۾ ترڪيءَ جي شموليت جي سندس غلط فيصلي ترڪيءَ کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ جلا وطن جي عبرتناڪ ڪهاڻي ناول جي شڪل ۾ سنڌيءَ ۾ پهريون دفعو آئي. دراصل هيءَ ناول، ون يونٽ خلاف مزاحمتي ادب جي هڪ اهم ڪڙي هو. جنهن ۾ سنڌي قومپرستيءَ جي تبليغ ڪيل هئي. نتيجي ۾ ناول کي 1957ع ۾ ئي ضبط ڪيو ويو.

ناول جي متن ۾ جملي 284 صفحا آهن. پهرين ايڊيشن (1957ع ۾) قيمت 4.00 رپيا ۽ ٻيو ايڊيشن آگسٽ 1998ع ۾ عثمانيہ لائبريري ڪنڊيارو طرفان ڇاپيو ويو جنهن جي قيمت 35.00 رپيا لکيل هئي.

**انور پيرزادو**: سنڌي ادب ۽ صحافت جو ناميارو نالو آهي. سندس اصل نالو محمد پريل هو. پر ادبي دنيا ۾ "انور پيرزادي" جي نالي سان مشهور ٿيو. 25 جنوري 1945ع تي ڳوٺ ٻلهڙيجي، تعلقي ڏوڪريءَ ۾ جنم ورتائين. سندس والد شفيع محمد صوفي درويش هو. جيڪو پيٽ پالڻ لاءِ آخري عمر ۾ مسجد جو پيش امام بڻيو انور پنهنجي والد سان گڏ نه صرف پنج وقت نماز پڙهندو هو. پر مسجد جو ٻانگو به هو. سياري جي مند ۾ نمازين لاءِ وضوءَ وارو پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ والد سان گڏجي صبح سويرو جهنگ مان ڪاٺيون ڪري ايندو هو. ڳوٺ ٻلهڙيجي،



سنڌو درياهہ ۽ موهن جي دڙي جي پَرَ ۾ آهي.

ننڍپڻ ۾ شيخ اياز جو ڪتاب 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' پڙهي ڪامريڊ سوڀي گيانچندائيءَ سان ملڻ لاءِ ويو ۽ پوءِ لاڳيتو وٽس ويندو رهندو هو.

هن 1955ع تائين پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي، پوءِ اٽڪل ڇهہ ڪلو ميٽر پنڌ يا سائيڪل تي وڃي ڏوڪري هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو. 1962ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. انور 1963ع کان 1968ع تائين، موجوده ڏوڪري تعلقي ۾، موهن جي دڙي اسڪول، ٽڳڙ باغبان (ڪچي ڪيڙا اسڪول)، حاجي مشوري اسڪول ۽ شيرمحمد جوڻيجي اسڪول ۾ پرائمري ٽيچر ٿي رهيو. انور، ٽڳڙ باغبان ۾ ٽيچر هجڻ دوران، ڳوٺ جي وڏيري سيد خادم حسين شاهہ جي اوطاق ۾ رهندو هو. اُن وڏيرڪي ماحول جي مشاهدي جو اظهار اڳتي هلي هن هفتيوار 'برسات' ۾ "وڏيري جي اوطاق مان" عنوان سان لکيل ڪالمن ۾ ڪيو آهي.

انور 1969ع ۾ انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪئي. ايم. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگلش ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. 1970ع ۾ پاڪستان ايئرفورس ۾ پائلٽ آفيسر جي ٽريننگ لاءِ چونڊيو ويو. ڇهن مهينن جي ٽريننگ ڪري ڊيوٽيءَ تي چڙهڻ وارو هو تہ مٿس "فيلڊ ڪورٽ مارشل" ۾ بغاوت جو ڪيس هلايو ويو ۽ کيس ست سال سخت پورهئي سان سزا ڏيئي پشاور سينٽرل جيل ۾ موڪليو ويو. انور جو ڏوهہ اهو هو تہ هن بنگلاديش خلاف آپريشن جي مخالفت ڪئي هئي ۽ شيخ مجيب الرحمان کي "20 صديءَ جو عظيم جنگجو" قرار ڏنو هو.

فيلڊ ڪورٽ مارشل دوران ونگ ڪمانڊر ۽ ايئر وائيس مارشل يوسف خان کيس آزاد ڪرڻ جي سفارش ڪئي. اهڙيءَ طرح ستن مهينن جي قيد کان پوءِ کيس آزاد ڪيو ويو. انور لاءِ سرڪاري نوڪريءَ جا دروازا بند ٿي چڪا هئا. تنهنڪري امرجليل جي سفارش سان کيس هلال پاڪستان اخبار ۾ سب ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. 1975ع ۾ هلال پاڪستان ڇڏي روسي سفارتخاني ۾ انگريزي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ بليٽن جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. 1980ع ۾ روسي سفارتخاني بند ٿيڻ سبب، ان سال ئي "ڊان" اخبار جو لاڙڪاڻي جو عيوضي ۽ "دي اسٽار" سکر جو بيورو چيف ٿيو. ايم. آر. ڊي هلچل دوران هڪڙي خبر هلائڻ جي ڏوهہ ۾ 6 مهينا سزا ڀوڳيائين. ان کان پوءِ جدا جدا اخبارن "دي اسٽار"، "عوامي آواز"، "جاڳو"، "سنڌ سجاڳ"، "برسات"، "سنڌ ٽربيون" ۽ روزاني "سچ" سان لاڳاپيل رهيو. سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جو سيڪريٽري ۽ سرگرم ڪارڪن بہ رهيو.

انور پيرزادو، ڪهاڻيڪار بہ هو. هوجي من جي شاعريءَ کان متاثر ٿي شاعري بہ ڪيائين. هن ڪيترن ڪتابن جا سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ترجما ڪيا، جن ۾ "تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي" (فيڊرل ڪاسٽرو جي تاريخي تقرير) ۽ "شاهہ جي رسالي جو سماجي مقصد" اهم آهن. هيل تائين سندس ڇپيل ڪتاب هي آهن، "اي چنڊ ڀٽائيءَ کي چئجان"، "متان وساريو" (2007ع)، "سنڌ" (ڊسمبر2008) ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران سندس ڪتاب "Sindhi Language and Literature- A brief account" پڻ ڇپجي چڪو آهي. پاڻ 7 جنوري 2007ع تي ڪينسر جي بيماريءَ وگهي وفات ڪيائين. سندس آخري آرام گاهہ ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ ئي آهي. انور پيرزادي ستر واري ڏهاڪي جي شروع ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ 1973ع کان سنڌي ادبي سنگت کي ٻيهر سرگرم ڪرڻ ۾ سندس حصو رهيو. هو مُهر جُو صحافي رهيو آهي. هن نومبر 1989ع ۾ ريڙهہ جي ٻيڙين تي جهانگيره کان پورٽ قاسم تائين سنڌوءَ جو سفر ڪيو. ڪيرٿر ۾ ڪتي جي قبر تائين پنڌ ڪيائين ۽ گورک چوٽيءَ تي انهن ڏينهن ۾ پهتو جڏهن روڊ رستا ڪو نہ ٺهيا هئا. ٽر ۽ سنڌو ڊيلٽا جا بہ تفصيلي پنڌ ڪيائين. ادبي دنيا ۾ هُو تاج بلوچ، بدر ابڙي، فقير محمد لاشاري، عبدالرحمان نقاش، هدايت منگي، ڪيهر شوڪت، ستار پيرزادي ۽ مير محمد پيرزادي کي گهڻو ويجهو رهيو. هن جي تحريرن جو پسنديده موضوع، سنڌ، شاهہ لطيف، موهن جو دڙو ۽ ٿر هئا.



**انور ڏنگڙائي:** سندس اصل نالو انور علي ابڙو آهي. هو 25 ڊسمبر 1964ع تي ڳوٺ ڏنگڙي لڳ موهين جو دڙو ۾ پيدا ٿيو بي اي پاس ڪري وڊيڪ پڙهڻ ڇڏيائين. هو شاعر ۽ نثرنگار آهي سندس ڪيترئون ئي تصنيفون رسالن، اخبارن ۾ ڇپيل آهن ڇپيل ڪتابن ۾ "ڏوٽي انهيءَ ڏيهہ جا" (سفرنامو 1994ع)، مُهين جو ماڻهو" (سوانح: سوڀو گيانچندائي 2006) شامل آهن. هن وقت هو لاڙڪاڻي ۾ رهي ٿو.

**انور ساگر ڪانڌڙو:** انور ساگر ڪانڌڙو موري شهر جو نوجوان شاعر آهي. هن ٻهرين مئي 1973ع تي ڳوٺ 'الهبچائي ڪانڌڙي' تعلقي موري ۾ جنم ورتو. سندس ڳوٺ دادو- موري پل جي پرسان آهي، درياهہ ۽ ڪچي جي نظارن



هن ۾ ننڍي هوندي کان فطرت سان پيار پيدا ڪيو ۽ سندس من جو لڪل تخليقڪار شاعر جي صورت ۾ نڪري نروار ٿيو. 2001ع ۾ سگا پاران ڪرايل ڪُل سنڌ مشاعري ۾ ٻي پوزيشن حاصل ڪيائين. مئٽرڪ ڪرڻ بعد پرائمري ماستري ڪيائين ڊبل ايم. اي (ايم. اي سنڌي ۽ ايم. اي اردو) آهي. 1999ع ۾ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان امتيازي نمبرن ۾ پاس ڪري، 2000ع کان گورنمينٽ ڊگري ڪاليج (ڪاري موري) حيدرآباد ۾ گورنمينٽ ڪاليج نوشهروفيروز ۽ گورنمينٽ ڪاليج قاسم آباد ۾ بطور ليڪچرر اردو ڪم ڪيائين. ڪجهہ وقت سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄامشوري ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ اردو طور خدمتون سرانجام ڏيندي ڪلاس ٻهرئين کان ٻارهين ڪلاس تائين جي اردو درسي ڪتابن جي ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. 1996ع ۾ سنڌي ادبي سنگت موري جو سيڪريٽري، ضلعي نوشهري فيروز جو رابطہ سيڪريٽري (1998ع) ۽ سگا موري جو جوائنٽ سيڪريٽري رهي چڪو آهي. 2003ع ۾ سنڌ پروفيسر ليڪچرر ائسوسيئيشن گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جو صدر رهي چڪو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ 1- "دمادم مست قلندر" (ترتيب ڏنل مقالا 2008ع)، 2- "سماجي اپياس" (ضلعو دادو، ڄامشورو، قمبر - شهدادڪوٽ، لاڙڪاڻو، ڪنڌڪوٽ ۽ جيڪب آباد آهن. سندس ڇپائي هيٺ ڪتابن ۾ "زندگيءَ جو ناد ڪٿي شاعري اُتي"، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ ترجمي جو ڪتاب "لوڪ ڪهانيان" ڇپائي هيٺ آهن. هو اڄڪلهہ گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج قاسم آباد ۾ ليڪچرر آهي.

**انور سولنگي:** انور سولنگي ٽي وي ۽ ريڊيو جو نامور اداڪار هو انور سولنگي جو جنم 1944ع ڌاري شهدادپور ۾ ٿيو جتان پوءِ سندس خاندان



حيدرآباد منتقل ٿيو. ريڊيو تي پنهنجي ڪيريئر جي شروعات 1970ع ۾ ڪئي. پر سنڌس مشهور 1974ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن جي ڊرامن جي ڪري ٿي. هو پاڪستان جي انهن چند سينيئر اداڪارن ۾ شامل ٿئي ٿو، جن کي پنهنجي ڪردار جي سانچي ۾ گهڙڻ ايندو هو. هن ٽي وي ۽ ريڊيو جي پنج سئو کان وڌيڪ ڊرامن ۾ ڪم ڪيو، جن ۾ سنڌي ۽ اردو ڊراما شامل آهن. انور سولنگي جي مقبول ڊرامن ۾ "راڻي جي ڪهاڻي"، "چوٿي سي دنيا"، "ديوارين"، "جنگل"، "هوائين" ۽ "ماروي" شامل آهن. گهڻن ماڻهن کي خبر آهي ته انور سولنگي اداڪار سان گڏوگڏ ڪهاڻيڪار ۽ شاعر به هو. 2008ع ۾ سنڌس شاعري ۽ ڪهاڻين جو مجموعو "زهر پريا پيالا" ڇپيو. انور جي پنهنجي ڪهاڻي پاڪستان جي اڪثر فنڪارن جي ڪهاڻين کان مختلف نه هئي. فنڪارن جي قدرداني نه هجڻ ڪري هو هڪ حد تائين غير مطمئن هوندو هو. سنڌس چوڻ هو ته جيڪڏهن ڪيس اها خبر هجي ها ته فنڪارن سان اهڙو سلوڪ ٿو ٿئي ته هو ڪڏهن به اداڪار نه ٿئي ها.

انور سولنگي 4 اپريل 2008ع تي 64 سالن جي عمر ۾ ڪراچي ۾ گذاري ويو ۽ ڪيس سخي حسن قبرستان ڪراچيءَ ۾ دفنايو ويو.

**انورشاهہ:** انورشاهہ ڪافي گو شاعر هو. هن جي ڪافين ۾ فقيراڻو رنگ آهي. 30 - 1920ع ڌاري ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ سنڌس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**انور عباسي:** محمد انور ولد حبيب الله عباسي، 8 سيپٽمبر 1934ع تي خيرپور ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي ۽ بي. ٽي اٽس. پاڻ استاد آهي. سنڌس تصنيفون (1) 'سڪندراعظم'، ۽ (2) عشق رسول' (3 حصا آهن.)

**انور علي سرهيو:** ليکڪ ۽ اُستاد انور علي سرهيو ولد محمد اسماعيل سرهيو دادو شهر ۾ 10 نومبر 1945ع تي ڄائو. 1962ع ۾ گورنمينٽ پائلٽ اسڪول دادوءَ مان ميٽرڪ ۽ 1966ع ۾ ڊگري ڪاليج دادو مان بي. اي ڪيائين.



بعد ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ايم. اي (اقتصاديات) ڪيائين. ان دوران 'شارٽ هينڊ ٽائيپ' ۾ ڊپلوما پڻ ڪيائين ۽ 1970ع ۾ گورنمينٽ ڪمرشل ٽريننگ انسٽيٽيوٽ دادوءَ ۾ انسٽرڪٽر طور عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيو جتي اڳتي هلي ساڳي اداري جو پرنسپال بڻيو. ان وچ ۾ 1986ع کان 1998ع ۾ گورنمينٽ ڪمرشل انسٽيٽيوٽ سيوهڻ جو انچارج رهيو ۽ آخر ۾ دادو واري ٽريننگ انسٽيٽيوٽ مان رٽائر ڪيائين.

انور علي سرهيي پهريون پيرو 1981ع ۾ ٽائيپ رائيٽنگ جو تدريسي ڪتاب تيار ڪيو، جيڪو سنڌ بورڊ آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن ڪراچيءَ طرفان ڇاپيو ويو. 2002ع ۾ سنڌ حڪومت طرفان گورنمينٽ ڪمرشل ٽريننگ انسٽيٽيوٽ دادو جي ڪارڪردگي تي ڪيس گورنر سنڌ طرفان انعام ۽ سنڌس ٻن شاگردن کي گولڊ ميڊل پڻ مليا. ان امتحان ۾ سنڌس ٽريننگ انسٽيٽيوٽ پهريون نمبر ماڻيو 2003ع ۾ هو اي. ڊي. او لٽريسي ۽ تعليم بالغان جي عهدي تي پڻ رهيو. پاڻ سنڌ بورڊ آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن جي گورننگ باڊي جو به سال ميمبر رهيو 1975ع کان وٺي "سڳا" دادو شاخ جو ميمبر هئڻ سان گڏ هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جو ميمبر پڻ آهي. هن وقت سنڌس رهائش دادو شهر ۾ آهي.

**انور علي شاهہ:** سيد انور علي شاهہ 1906ع ڌاري ڳوٺ جهانپور شريف تعلقي گهوٽڪيءَ، ضلعي سکر ۾ ڄائو. سنڌس شجرو ان واسطن کان پوءِ عبدالڪريم شاهہ سبيءَ واري ۽ چوڏهن واسطن کان پوءِ جهانيان جهان گشت سان ملي ٿو.

جڏهن ڪيس اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ته ان طرف ڪوبه ڌيان نه ڏنائين. مجبور ٿي مائٽن ڪيس گهر ۾ ويهاري ڇڏيو پيءُ جي وفات کان پوءِ سنڌس تربيت جو ذمو سنڌس چاچي بهادرشاهہ کنيو جيڪو پاڻ عالم ۽ حافظ قرآن هو. انور شاهہ کي جڏهن قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ته هڪ مهيني ۾ پڙهي پورو ڪيائين. ڪجهه وقت لاءِ جامع مسجد ۾ امامت به ڪيائين. نهايت سخي هوندو هو ڳوٺ ۾ هڪ آشيانو به اڏيائين. جتي عقيدتمند ۽ مريد وٽس گهڻي انداز ۾ اچڻ لڳا. انهيءَ وقت کان شاعري پڻ شروع ڪيائين. سنڌس شاعري سنڌيءَ، اردوءَ، سرائيڪيءَ ۽ فارسيءَ ۾ آهي. 5 جولاءِ 1962ع تي وفات ڪيائين. سنڌس مزار تي هر سال 21 محرم تي ميلو لڳندو آهي.

**انور علي شاهہ، ڊاڪٽر:** تعليمي ماهر ۽ آءِ بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ جو ڊائريڪٽر. ڊاڪٽر انور علي شاهہ، پهرين جنوري 1953ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. سنڌس والد جو نالو سيد غلام شاهہ آهي.



ڊاڪٽر صاحب ميٽرڪ 1969ع ۾، انٽر 1971ع ۾ ۽ بي. ڪام 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي 1977ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪامرس ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو جڏهن ته ايل ايل بيءَ جو امتحان 1981ع تي فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. تعليمي سفر جاري رکندي هن 1989ع ۾ انگلينڊ جي "ڪارڊف بزنس اسڪول" (Cardiff Business School UWIST) مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي. 1996ع ۾ آ. بي. ايس سکر جو باني ڊائريڪٽر مقرر ٿيو.

بئنڪنگ، مئنيجمينٽ، مارڪيٽنگ ۽ ٻين موضوعن تي لکيل سنڌس ڪيترائي تحقيقي مضمون ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ سنڌس "بئنڪنگ" تي لکيل مشهور ڪتاب ڪفايت اڪيڊميءَ طرفان ڇاپيو ويو، جيڪو پاڪستان جي سمورن بورڊن کان سواءِ ڪيترن ئي پرڏيهي ملڪن ۾ نصاب طور پڙهايو وڃي ٿو. پاڻ هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فيڪلٽي آف بزنس ۽ ڪامرس جي ڊين جي حيثيت سان خدمتون انجام ڏئي رهيو آهي. ان کان سواءِ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ، سنڊيڪيٽ ۽ اڪيڊمڪ ڪائونسل جو ميمبر پڻ آهي. ڊاڪٽر صاحب پرڏيهي ڪانفرنس ۽ ورڪشاپن ۾ ڪيترائي پيرا شرڪت ڪري چڪو آهي.

**انور فگار هڪڙو:** نوجوان اديب، شاعر، محقق ۽ نقاد ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جو اصل نالو محمد انور محمد صديق هڪڙو آهي. هن پهرين اپريل 1961ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو پرائمري، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم شڪارپور



مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ايم. اي (سنڌي) ۽ پي. ايڇ. ڊي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. سندس پي. ايڇ. ڊيءَ جو موضوع "شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو" هو. هن وقت سنڌ يونيورسٽي جامشوري جي سنڌي شعبي ۾ اُستاد آهي. انور فگار هڪڙي، سنڌي جديد شاعريءَ جي اهم نامور شاعر ڪيئلداس "فاني" جي شاعري وڏي تحقيق بعد گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ ترتيب ڏني، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جامشوري پاران 1995ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ان کان سواءِ انور فگار هڪڙي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جي ٻوليءَ ۽ ادب بابت ترتيب ڏنل مضمونن جو هڪ مجموعو "سون برابر سڳڙا" سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 1997ع ۾ ڇپايو آهي. انور فگار هڪڙي، شيخ اياز جي ڪهاڻين کي "جي تند برابر توريان" جي عنوان سان ترتيب ڏنو آهي. جيڪو ڪتاب سنڌي ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ اياز جي سوانح ۽ شاعريءَ بابت سندس تحقيقي ڪتاب "جنم جنم جي جيت اياز" 1999ع ۾ گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. انور فگار هڪڙي جا علمي، ادبي ۽ تحقيقي مضمون وقت به وقت سنڌ جي ادبي ۽ علمي رسالن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. هن وقت به هو ڪيترن موضوعن تي تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهي.

**انور منصور مگريو**: محمد انور علي ولد محمد پريل "بيدار" مگريي جو ادبي نالو "انور منصور مگريو" آهي، سندس جنم 19 جنوري 1973ع تي ڳوٺ سنگرار تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ٿيو سندس تعليم B.E اليڪٽرانڪس ۽ ايم. اي سنڌي ادب آهي. سندس شاعري ۽ تحقيقي مقالا سنڌ جي مختلف علمي ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. "شيخ اياز جي بيتن جو فني ۽ فڪري اڀياس" جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ ايم. فل ڪري رهيو آهي. بردي سنڌيءَ جي فن ۽ فڪر بابت "توکي ساهه سنڀاري" نالي هڪ ڪتاب ڇپائي جي مرحلن ۾ اٿس.



سنڌ پروفيسرس ليڪچررس ايسوسيئيشن ضلعي نوابشاهه جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري رهيو آهي. هن وقت سپلا حيدرآباد ريجن جي ايڊيشنل سيڪريٽري طور ڪم ڪري پيو. پنهنجي والد محمد پريل "بيدار" مگريي جي نالي سان نوابشاهه ۾ ادبي فورم به قائم ڪيو اٿس. ان پليٽ فارم تان ڪجهه ادبي پروگرام به ڪرايل اٿس. هن وقت نوابشاهه جي ڊگري ڪاليج ۾ ليڪچرر طور پنهنجون خدمتون انجام ڏئي رهيو آهي.

**انور وسطڙو** (راڳي): انور وسطڙي جو جنم 1940ع ڌاري ڳوٺ مجر ضلع نوشهري فيروز ۾ ٿيو. شروعاتي تعليم ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان ورتائين. نائين جماعت هاءِ اسڪول ٺاروشاهه ۾ پڙهيو، پوءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. اسڪول ڇڏڻ کانپوءِ هيڏين هڏڻ جو ڪم ڪرڻ لڳو، اهو ڌنڌو سندس پيءُ ۽ ڀائر



به ڪندا هئا. هيڏين هڏڻ دوران محمد رفيع ۽ چندر جا ڪلام ٻڌندو هو ۽ انهن کي جهونگاريندو هو. اتان کيس ڳائڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ استاد محمد صالح خاصخيليءَ جو شاگرد ٿيو ۽ ترت پوءِ استاد منظور علي خان کان ڏاڳو ٻڌايائين. 1976ع کان هن ريڊيو ۽ ٽي وي تي ڳائڻ شروع ڪيو. ڪيترين فلمن ۾ پڻ ڳاتائين. پنجابي فلم "وفاياران دي" سنڌي فلم "پرديسي ۽ پيار" "پرو چانديو" جا گانا ڳاتائين. هن ڪجهه عرصو اداڪاري به ڪئي. هن سنڌ اندر مختلف ثقافتي ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو آهي. مصري شاهه اوارڊ ۽ لطيف ايوارڊ مجتا طور مليا اٿس.

**انور هالائي**: محمد شفيع ولد احمد خان ابڙو "شيدا"، 15 ڊسمبر 1925ع تي هالا ۾ ڄائو. سنڌي ٻوليءَ جو سٺو شاعر هو. شاعريءَ جي اصلاح انجم هالائيءَ ۽ اختر هالائيءَ کان وٺندو هو. انهن جي ئي صحبت ۾ "انور هالائي" طور سڃاتو ويو. بزم طالب المولىٰ سنڌ جي سيڪريٽري جنرل جي حيثيت سان زندگيءَ جو وڏو حصو ادبي خدمتن ۾ گذاريائين. سنڌي ادبي بورڊ جي ٻارن جي رسالي "گل ڦل" جو ڪيترا سال ايڊيٽر رهيو. سندس شاعريءَ جو مجموعو "چنڊ جون ڪلائون" سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپيل آهي. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن. هن جو ترتيب ڏنل ڪتاب "ٻارن جو شاهه" پڻ ڇپايو آهي، جنهن ۾ هن ٻارن جي سمجهه وارا شاهه جا بيت شامل ڪيا هئا. هن ڪتاب جو پيش لفظ محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي. انور هالائي، 12 جنوري 1994ع تي دل جي دؤري سبب وفات ڪري ويو.



**انوکا آزمودا** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ ۾ افسانن ۽ مشاهدن جو ڪتاب، جيڪو پروفيسر رام پنجواڻيءَ لکيو آهي. هيءُ ڪتاب 1965ع ۾ ڇپيو. ڪتاب 188 صفحن تي مشتمل آهي. ليکڪ کي هن ڪتاب تي ڀارت جي ساهتيه اڪادمي دهليءَ طرفان انعام به مليو. ڪتاب ۾ 16 افسانا ۽ مشاهدا ڏنل آهن. ڪتاب جو مهاڳ هلديو ڳاجرا جو مهاڳ لکيل آهي. ڪتاب ۾ شامل افسانن ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي ته ايشور (خدا) ۾ اٽل عقيدو ئي انساني ڪاميابيءَ جو راز آهي. ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهي.

**آنهيارُ**: شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ جو محافظ. جيڪو سندس سڳو عزيز هوندو آهي تفصيل لاءِ سڏو اَهنر/ اَهينيَرُ.

**انيتا بوس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نوتن گوپالداس ڪرپالاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 115 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، ڀارت جيون ساهتيه منڊل طرفان، ٻاٻا پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپيو.

**انيتا شاهه**: انيتا شاهه لکياري، نوجوان اسڪالر، ليکڪا ۽ ڪالم نگار آهي. هوءَ 15 نومبر 1974ع تي حيدرآباد ۾ ڄائي. سندس وڏا اصل خدا آباد ضلعي دادوءَ جا آهن. سندس تعليم ايم. بي. اي (مارڪيٽنگ: 1998ع) ۽



ايم. اي (سوشيالاجي: 2002ع) آهي. ان کان سواءِ انسٽيٽيوٽ آف وومين اسٽڊيز لاهور مان پوسٽ گريجوئيٽ سرٽيفڪيٽ (2000ع) ۽ يونيورسٽي آف ميري لئنڊ ڪاليج پارڪ، آمريڪا مان هيوبرٽ همفيري فيلوشپ (07-2006ع) دوران عورت ۽ سياست، عورت ۽ ميڊيا، فلم ميڪنگ، ويب سائيٽ ڊولپمينٽ ۽ پراڊڪشن، ڪهاڻي ۽ تخليقي لکڻين جي موضوعن تي مختلف ڪورس ڪيل اٿس. سينٽر آف جينڊر اسٽڊيز اسٽريٿ ڪلائيڊ يونيورسٽي گلاسڪو (انگلنڊ) طرفان آڪٽوبر 2005ع کان جنوري 2006ع تائين مختلف موضوعن تي ڪرايل سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ ريسرچ اسڪالر طور شرڪت ڪيائين. ان کان سواءِ غيرت جي نالي تي سنڌ ۾ ٽينڊڙ عورتن جي قتلام بابت مونوگراف به لکيل اٿس.

هن لکڻ جي شروعات 1994ع کان روزاني "ڪاوش" ۾ ڪالمن ذريعي ڪئي. سندس لکڻين جا موضوع خاص طور تي سنڌ جي ڳوٺاڻي عورت جي حوالي سان سماجي ۽ معاشي ترقيءَ بابت آهن. هن سنڌيءَ ۾ 100 کن ڪالم لکيا آهن. انيتا شاهه 1997ع کان1999ع تائين بي.بي.سي انگلش لئنگئيج سينٽر حيدرآباد ۾ لئنگئيج ٽيچر طور پڙهايو آهي. 1998ع ۾ ايم.بي.اي ڪرڻ کان پوءِ ساڳئي انسٽيٽيوٽ ۾ (آڪٽوبر 1999ع کان جنوري 2000ع تائين) ريسرچ ايسوسيئيٽ ۽ انسٽرڪٽر رهي. ساڳئي سال انسٽيٽيوٽ آف ماڊرن سائنس اينڊ آرٽس حيدرآباد ۾ به انسٽرڪٽر رهي. ان بعد مختلف پرڏيهي يونيورسٽين ۽ ادارن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ فيلوشپ حاصل ڪيائين. مارچ کان جون 2007ع تائين وائيس آف آمريڪا جي پروگرام "بيانڊ دي هيڊلائينز" جي رپورٽر ۽ پروڊيوسر به رهي. ڪمپيئر جي حيثيت ۾ سندس ڪي. ٽي. اين تان مختلف سياسي ۽ سماجي موضوعن تي 50 کان وڌيڪ ٽاڪ شو نشر ٿي چڪا آهن. پي. ٽي. ويءَ تي به ڪم ڪيو اٿس. روزاني "ڪاوش" اخبار ۾ ڪالم لکڻ جو سلسلو اڃا به جاري رکيو اچي.

هوءَ عورتن جي حقن لاءِ عملي طرح پاڻ پتوڙيندي رهي آهي. سرڪاري نوڪريءَ دوران ثقافت کاتي ۾ سيڪشن آفيسر رهي. مئي 2001ع کان ڪجهه عرصي تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي ڊپٽي سيڪريٽري رهي. 2004ع ۾ CARE نالي سان هڪ غير سرڪاري سماجي تنظيم جو بنياد وڌائين. جنهن کي پوءِ 2006ع ۾ ٽرسٽ فار رورل اپ لفٽ ، ڪلچر اينڊ انوائرمينٽ (TRUCE) جي نالي سان رجسٽر ڪرايائين. جنهن جي پاڻ باني ۽ چيف ايگزيڪيوٽو آهي. سندس تنظيم، يو. اين. ڊي. پي جي ننڍي گرانٽ واري پروگرام سان گڏجي، ٺٽي ضلعي ۾ هڪ پراجيڪٽ هلائي رهي آهي.2001ع ۾ عورتن جي مسئلن بابت پريور نموني سان لکڻ تي کيس خيرالنساءِ جعفري ادبي اوارڊ ۽ خان محمد پنهور اوارڊ ملي چڪا آهن. هن وقت سنڌ گورنمينٽ ۾ ڊي. ڊي. او رونيو حيدرآباد طور (شهباز بلڊنگ حيدرآباد ۾) خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي.

**انيتا غلام علي:** انيتا غلام علي، ماهر تعليم ۽ سماجي اڳواڻ آهي. 2 آڪٽوبر 1934ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتائين. پاڻ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي اڳوڻي جج، جسٽس فيروز علي نانا جي ڌيءَ ۽ مرزا قليچ بيگ جي ڏوهٽي آهي. ابتدائي تعليم سينٽ لارنس اسڪول، ڪراچيءَ مان ورتائين. جڏهن ته مئٽرڪ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين، تنهن دور ۾ يونيورسٽي ۾ مئٽرڪ جا امتحان ورتا ويندا هئا. 1957ع ۾ بي. ايس سيءَ جي ڊگري، ڊي. جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان ۽ 1960ع ۾ مائڪرو بائلاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي، ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1961ع ۾ سنڌ مسلم سائنس ڪاليج ۾ ليڪچرر مقرر ٿي. پنهنجي تعليمي ڪئريئر دوران ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ ۽ پوءِ سينيٽ جي ميمبر رهي. 1985ع ۾ اقوام متحده جي ڪانفرنس ۾ پاڪستاني وفد جي ڊپٽي ليڊر طور شرڪت ڪيائين. پاڪستان ڪاليج ٽيچرز ائسوسيئيشن سنڌ جي صدر به رهي چڪي آهي. آپا انيتا 1960ع کان 1972ع تائين ريڊيو پاڪستان تي انگريزيءَ ۾ خبرون پڙهندي هئي. پاڻ تعليمي ۽ سماجي مسئلن تي ڪيترائي مقالا لکي چڪي آهي. ڪيترين ئي بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي اٿس. سندس خدمتن جي اعتراف طور کيس ڪيترائي اعزاز ۽ اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾ تمغهءِ حسنِ ڪارڪردگي (1999ع) ۽ ستاره امتياز (2004ع) نمايان آهن. سنڌ جي نگران ڪابينه ۾ به پيرا وزير تعليم به رهي چڪي آهي، ان کان علاوه راندين، ثقافت، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي سميت نوجوانن واري وزارت جون به مختصر ذميواريون نڀايون اٿس. لڳ ڀڳ ويهارو سالن کان سنڌ حڪومت جي "سنڌ ايڊيوڪيشن فائونڊيشن" جي سربراهه آهي.



**انيتي ڊنڊ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾، وسائي ڳوٺ جي پرسان خانپور شهر جي اوير ۾ آهي. "وسايو ڳوٺ" اُتان ڪڏهن وهندڙ پراڻ درياهه جو جڻ ته بندر هو. قاضي برهان الدين وارو مقام، جنهن کي 'قاضي برهڻ' جو مقام به چوندا آهن. هن ڍنڍ جي اولهه ۾ ويجهو آهي. هيءَ ڍنڍ تمام پراڻي آهي، جيٽوٽيڪ هاڻي ايراضيءَ ۾ ٿوري بچي آهي، پوءِ به چڱي ڍنڍ آهي ۽ فشريز کاتي مان ٺيڪي تي کڄندي آهي. سياري ۾ جڏهن پرديسي پکي سنڌ ۾ ايندا آهن ته هن ڍنڍ تان به پيرو ڪندا آهن. هن ڍنڍ ۾ مڇي به سٺي مرندي آهي.

**انيس العاشقين عرف معجزات محمدي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حسين علي شاهه جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 176 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت ٻه رپيا 4 آنا آهي. هيءَ ڪتاب هرسنگهه ڪتب خاني، سکر طرفان هرسنگهه پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1923ع ۾ ڇپيو.

**انيس المتقين و سراج الجاهلين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ميان امين جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. قاضي ابراهيم، هربيه لنگوس پريس، بمبئيءَ مان سال 1874ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**انيس المريدين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب خواجه حافظ محمد حسن جان سرهنديءَ، پنهنجي والد خواجه عبدالرحمان جي سوانح ۽ نقشبندي سلسلي جي وضاحت ۾ لکيو آهي. اصل فارسي ڪتاب 1910ع ۾ امرتسر مان ڇپيو هو. جنهن جو ترجمو مولانا محمد اسحاق محمد صالح انصاريءَ ڪيو آهي. هيءَ ڪتاب خواجه محمد حسن جان اڪيڊميءَ، ٽنڊي سائينداد طرفان ڇپيو آهي. سال ڄاڻايل ناهي.

**انيس المساڪين (راحت السالڪين)** (ڪتاب): قاضي غلام هادي مرحوم جو سنڌ جي صوفي تحريڪ تي لکيل هيءُ مفصل ڪتاب ٻارهن بابن تي مشتمل آهي. ورهاڱي کان اڳ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ متعلق به ڪي اهم ڳالهيون لکيون ويون آهن. مثلاً: شاهه عنايت صوفيءَ واري جنگ وغيره. هن ڪتاب جي عنوانن جي فهرست مان ڪتاب جي اهميت جو اندازو ٿيندو. هيءُ ڪتاب بيدل سائينءَ جي مجازي دوست ميان پيرمحمد جي صاحبزادي ميان غلام مهدي مرحوم، لکاسنگهه وڪيل روهڙيءَ واري جي تحريڪ تي تصنيف ڪيو. ڪتاب جي ابتدا ۾ نظم آهي ۽ تصوف جو ٿورو احوال بيدل جي تاليف "فوائدالمعنويءَ" مان ڏنو ويو آهي. ان کان پوءِ هيٺينءَ طرح باب ۽ مضمون آندل آهن:

باب پهريون: تصوف سنڌ ۾ ڪيئن آيو؟ شاهه عنايت صوفيءَ جو جنم ۽ ننڍپڻ جو احوال.

باب ٻيو: مرشد جي ڳولا ۾ نڪرڻ، مرشد جي ڪچهري، سنڌ ۾ اچڻ، شاهه شهيد جي شادين جو ذڪر، يارمحمد ڪلهوڙي جو ضد پوڻ، لڙائيءَ جو بيان (18 ذوالقعد 1129هه/ آڪٽوبر 1716ع کان 11 صفر 1130 هه/جنوري 1717ع تائين ڪلهوڙن جو دور هو)، سندن ياءُ ۽ ياٿي جي همراهن سميت شهادت، سر مبارڪ جو دهليءَ وڃڻ، سر مبارڪ جي مخدوم ناري ۽ هڪ ٻئي فقير سان گفتگو دهليءَ ۾ سرمبارڪ جي پهچڻ جون وارداتون ۽ سنڌ ڏانهن موٽڻ.

باب ٽيون: حضرت شهيد جي خليفن جو بيان، مير جان الله شاهه رضوي، ساقي نام جان الله شاهه، ميخانه ميرجان الله شاهه رضوي، مير قلندر علي شاهه جو بيان، ميان باقر علي شاهه جو بيان، سر صوفي قلندر علي شاهه، مير منور علي شاهه ۽ مير فتح علي شاهه جو بيان، مير سيد ميان علي اڪبر جو بيان، سيد ميان جان الله شاهه ٽئين جو بيان، شاهه عبداللطيف ٺٽويءَ جو بيان، خليفي شاهه عبدالڪريم ٺٽويءَ جو بيان، خليفي اسحاق فقير جو بيان، خليفي محمد صديق جو بيان، خليفي خواجه عبدالله جو بيان، خليفي سليمان هند جو بيان، خليفي ابن جو بيان ۽ خليفي ميان محمد اسماعيل شاهه ٺٽويءَ جو بيان.

باب چوٿون: حضرت صوفي صاحب جو اولاد، شاهه خليل الله جو بيان، شاهه عزت جو احوال، شاهه غلام الله قلندر جو بيان، پٽ تجل شريف ۾ سندن حالات، تجل ڳوٺ جو ٻڏجڻ ۽ سندن روضي مبارڪ جو احوال.

باب پنجون: حضرت صوفي صاحب جي گاديءَ جو ڦرجڻ، پير محمد زاهد شاهه جو بيان، ميان ابراهيم شاهه ثالث جو بيان، شاهه فضل الله قلندر جو بيان، مخدوم پني لڏي جو بيان، شاهه فضل الله جو ڪنبي جي ڪوهه تان ميرانپور هلڻ ۽ شاهه فضل الله جي وفات جو بيان.

باب ڇهون: شاهه فضل الله جي ٻن خليفن جو بيان، فقير محمد صادق جو بيان، فقير ميان عبدالله جو بيان، سيد فتح الدين شاهه جهانيان پوٽي حيدرآباديءَ جو بيان، ۽ مدئي فقير حجام جو بيان.

باب ستون: شاهه عزت الله ثانيءَ جو بيان ۽ شاهه رحمت الله قلندر جو بيان.

باب اٺون: شاهه ابراهيم چوٿين جو بيان ۽ مخدوم ميان زاهد جو بيان.

باب نائون ۽ ڏهون: ميرانپور جي گاديءَ جي تجل شريف وارن بزرگن جي هٽ اچڻ ۽ عبدالستار سجاده نشين جو بيان.

باب يارهون: عبدالستار جو سجاده نشين ٿيڻ ۽ مخدوم شهاب الدين جو بيان.

باب ٻارهون: سرنامو ڇا آهي؟

**انيس الواعظين عرف محمدي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب منشي عبدالستار جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ليکڪ هيءُ ڪتاب اسلاميه پريس، لاهور مان سال 1896ع ۾ ڇپايو.

**انيس انصاري**: سنڌ جو ڀڳاتو ليکڪ، افسانه نويس، شاعر ۽ محقق. سندس شمار سنڌ جي بهترين ڪهاڻيڪارن مان ٿئي ٿو سندس اصل نالو الهه بخش انصاري هو. 26 جولاءِ 1923ع تي مرحوم احمد بخش انصاري جي گهر ۾ جنم ورتائين. انيس انصاري والدين جو اڪيلو اولاد هو. ڇو ته سندس پيدائش کان ڪجهه ڪلاڪ اڳ سندس والد ماجد 25 ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو هو. شروعاتي تعليم لاڙڪاڻي جي هڪ ديني مدرسي مان حاصل ڪئي. 1933ع ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو جتان 1940ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. سندس شادي ۽ پهرين نوڪري 1943ع ۾ ٿي. انيس انصاري نوڪري جي شروعات ڪلارڪيءَ سان ڪئي ۽ آخر ۾ ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. هن نوجوانيءَ ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو ماهوار رسالي "اديب سنڌ" ۾ سندس شروعاتي لکڻيون شايع ٿيون. جيڪو "سنڌ سڌار سوسائٽيءَ" طرفان 1941ع ۾ جاري ٿيو ۽ 1952ع تائين ڇپجندو رهيو. انيس انصاري اٽڪل ٽيهارو کن ڪهاڻيون ۽ افسانا لکيا، سندس ڪهاڻين جو ڪتاب "انيس جا افسانا" ڇپيل آهي. 1988ع ۾ سندس ڪهاڻي "پينشنر" تي سنڌ ثقافت کاتي طرفان "جمال ابڙو اوارڊ" ۽ ڏهه هزار رپيا ڏنا ويا. سندس ڪهاڻيءَ جو اردو ۽ پنجابيءَ ۾ به ترجمو ٿيو. سنڌي اردو، انگريزي کان سواءِ هندي ۽ گرمکي (لپي) ٻوليءَ تي پڻ دسترس هئس. پاڻ ڪي نظم اردو ۽ هنديءَ ۾ پڻ لکيائين.



انيس انصاريءَ کي مڇيءَ جي شڪار، فوٽوگرافي، والي بال، آرٽ ۽ مطالعي سان گهڻو لڳاءُ رهيو. سندس ڪهاڻيون "چانڊوڪيءَ جو زهر"، "لائي چارج"، "سچ گرهڻ"، "ردي" ۽ ٻيون ڪيترين ڪهاڻيون شاهڪار آهن. هن پنهنجي اولاد کي به ڀرپور وقت ڏئي سندن سٺي پرورش ڪئي، تنهنڪري ئي اڄ سندس لائق فرزند اشتياق انصاري، مشتاق انصاري، اخلاق انصاري، آفاق انصاري ۽ اسحاق انصاري نمايان مقام تي آهن.

انيس انصاري 77 سالن جي ڄمار ۾ 2 مارچ 2000ع تي وفات ڪئي، سندس آخري آرامگاهه لاڙڪاڻي ۾ آهي.

**انيس خورشيد، ڊاڪٽر**: پروفيسر ڊاڪٽر انيس خورشيد، لائبريري ۽ انفارميشن سائنس ۾ شهرت رکندڙ آهي. 2 سيپٽمبر 1924ع (رڪارڊ موجب 21 مارچ 1926ع) تي مهاراشٽر ۾ ڄائو. سندس علمي ڪاوشن جو تفصيل هن طرح آهي:

1954ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ ۾ ڪلاسيفاير مقرر ٿيو. 1957ع ڌاري ساڳي يونيورسٽيءَ مان لائبريري سائنس جي مضمون ۾ ڊپلوما ڪيائين. 1959ع ڌاري آمريڪا جي ريوجرس (Rutgers) يونيورسٽيءَ مان لائبريري ۽ انفارميشن سائنس ۾ ايم. اي ڪيائين. 62-1961ع ڌاري "پاڪستان لائبريري ائسوسيئيشن" جو ميمبر ۽ جنرل سيڪريٽري رهيو 1962ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي "لائبريري ۽ انفارميشن سائنس" جي شعبي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو 1969ع ۾ آمريڪا جي "پٽسبرگ" (Pittsburgh) يونيورسٽيءَ مان لائبريري ۽ انفارميشن سائنس ۾ پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1970ع کان 1973ع تائين ٻيهر پاڪستان لائبريري ائسوسيئيشن جو ميمبر ۽ جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. 1972ع کان 1986ع

ٿائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جي لاڳاپيل شعبي ۾ چيئرمين جي حيثيت سان خدمتون انجام ڏنيون. ان کان سواءِ 1976ع کان 1978ع تائين ڏکڻ ايشيا جي علائقائي سرگرمين (آءِ. ايف. ايل. ايز) جو چيئرمين رهيو.

ڊاڪٽر انيس خورشيد جا لکيل مضمون مختلف اردو ۽ انگريزي اخبارن ۾ ڇپجي چڪا آهن. پي. ايڇ. ڊيءَ لاءِ لکيل سندس مقالو پٽسبرگ يونيورسٽيءَ طرفان ڇاپيو ويو آهي. ان کان علاوه قائداعظم جي زندگيءَ تي سندس لکيل ڪتاب جا ٻه جلد، قائداعظم اڪيڊميءَ پاران شايع ڪيا ويا آهن. سندس لکيل ٻه ڪتاب "ڪيٽلاگنگ آف پاڪستاني نيمس" ۽ "جديد ڪيٽلاگ سازي" پاڪستان جي تعليمي ادارن ۾ نصاب طور پڙهايا وڃن ٿا. اُن کان سواءِ "پلاننگ اينڊ مئنيجمينٽ آف لائبريري اينڊ انفارميشن سروسزان پاڪستان" ٻه سندس اهم تصنيف آهي. 1996ع ۾ بهتر ڪارڪردگيءَ تي کيس صدارتي ايوارڊ سان نوازيو ويو.

**انيس مهيري:** اصل نالو محمد ابراهيم ولد حاجي غلام حسين، ذات مهيري سندس پيدائش 15 مارچ 1918ع تي شهر ٽنڊي محمد خان ۾ ٿي. سنڌي فائنل امتحان پاس ڪري، مسلم اسڪول ۾ استاد ٿيو. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'جرنيل اعظم' (خالد بن وليد)، (2) 'اصول نجات'، (3) سولو تفسير پاره'، (4) 'ورثن لاءِ قانون'.

**انيس مير:** مير ببر علي انيس 1220هه مطابق 1805ع ۾ فيض آباد ۾ پيدا ٿيو. سندس والد مير خليق (مرثيه گو شاعر) ۽ جدِ اعليٰ مير حسن دهلوي هو.



مير انيس لکنؤ ۾ تعليم حاصل ڪئي، عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ڪامل دسترس حاصل ڪرڻ کانپوءِ فنِ شاعريءَ ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. شروع ۾ غزل گوئيءَ جو شوق هوس مگر شفيق پيءُ جي نصيحت تي غزل گوئي ڇڏي سلام، نوحا، مرثيه ۽ رباعيون چوڻ شروع ڪيائين. مير انيس کي ٻه ڀائر هئا، مير نواب مونس (صاحب ڪليات) ۽ مير مهر علي 'انس' (صاحب ڪليات)، مير انيس جا ٻئي ڀائر پنهنجي دور جا مشهور مرثيه گو ۽ سلام گو شاعر هئا، ليڪن انيس جو درجو اعليٰ هو.

اها حقيقت آهي ته مرثيه گوئيءَ جي شروعات سنڌ مان ٿي، اردوءَ ۾ مرثيي کي مير انيس ۽ ميرزا سلامت علي دبير اوج تي رسايو ۽ سنڌيءَ ۾ 'سيد ثابت علي شاهه'، 'ميرزا فتح علي بيگ'، 'مير حسن علي خان ٽالپر' ۽ 'ميرزا ٻڍل بيگ مرثيي کي عروج تي رسايو اردو جي مرثيه گو شاعرن ۾ 'ميرزا دبير' ۽ 'مير انيس' کي اهو مقام حاصل ٿيو جيڪو وري ڪنهن کي به نه مليو. مير انيس 29 شوال 1291هه مطابق 9 ڊسمبر 1874ع ۾ لکنؤ ۾ وفات ڪئي. مير انيس جو سنڌ سان گهرو تعلق آهي. سندس مرثيا ۽ سلام سنڌ ۾ عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ پڙهيا ويندا آهن ۽ سندس اردو مرثين جا منظوم ترجما سنڌ جي ڪجهه مرثيه گو شاعرن ڪيا آهن. مير انيس جو تقريباً سڄو ڪلام شايع ٿي چڪو آهي، ليڪن سنڌ ۾ به ڪافي ڪاتبن ميرزا دبير ۽ مير انيس جا مرثيا نقل ڪيا آهن، انهن ۾ آخوند محمد عالم، ميرزا ٻڍل بيگ، ميرزا قاسم علي بيگ، ميرزا قربان علي بيگ ۽ ميرزا امام علي بيگ جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن جي بياض ۾ مير انيس، ميرزا دبير ۽ ٻين اردو شاعرن جا اڻ ڇپيل لاتعداد مرثيا قلمي صورت ۾ موجود آهن.

**انيس ميمڻ:** پاڪستان ٽيليويزن جي پهرين سنڌي نيوز ڪاسٽر، سماجي



ڪارڪن ۽ ليکڪا. انيس ميمڻ جنهن جو شاديءَ کانپوءِ هاڻوڪو نالو انيسه رحمان آهي هن پهرين مئي 1952ع تي، ٽنڊي ڄام، ضلعي حيدرآباد ۾ محمد يعقوب ميمڻ جي گهر ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ، ماڊل اسڪول، سنڌ يونيورسٽيءَ مان، 1968ع ۾ ڪيائين. بي.اي (زبيده ڪاليج، حيدرآباد) ۽ 1974ع ۾ ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جي زماني ۾، گهڻو سرگرم رهي: مختلف تقريبون، تقريري مقابلا ۽ سهائتا شو ڪرائڻ ۾ سندس هٿ رهيو جڏهن ته هوءَ ٻه سال سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، شاگرديائين جي چونڊيل نمائنده رهڻ کان سواءِ، "ورلڊ يونيورسٽي سروس" جي لوڪل ڪاميٽيءَ جي ميمبر، سنڌ اسپيڪرس فورم جي نائب چيئرمين ۽ حيدرآباد ڪائونسل آف آرٽس اينڊ ڪلچر جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جي ميمبر پڻ رهي آهي. کيس اهو به اعزاز حاصل رهيو آهي ته 'سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن' گرلس برانچ جي پهرين خاتون ڪنوينر بڻي، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ٻين ڇوڪرين جي سياسي ۽ سماجي طور تي همت افزائي ڪيائين.

1972ع ۾ ٽي ويءَ تان سنڌي خبرون نشر ٿيون ته پهرئين ئي ڏينهن انيس ميمڻ نيوز ڪاسٽر جي حيثيت سان خبرون پڙهيون. 1975ع کان 1979ع تائين، ڪراچيءَ ۽ سکر ۾ پاڪستان نئشنل سينٽر جي ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر رهي، جتان جنرل ضياءَ جي آمرانه دور ۾ کانئس جبراً استعيفا ورتي وئي. ان کان پوءِ ڪجهه سال سگا جي قائم ڪيل اسڪول ايم. اي. ايف ڪراچيءَ جي پرنسپال طور فرائض سرانجام ڏنائين. بعد ۾ کيس پي. آءِ اي ۾ نوڪري ملي، جتي هن وقت مارڪيٽنگ ڊپارٽمينٽ جي جنرل مئنيجر آهي.

انيس ميمڻ، 70 جي ڏهاڪي ۾ گهڻي تعداد ۾ مضمون، شاعري ۽ ڪهاڻيون لکيون، جيڪي هلال پاڪستان اخبار جي عورتن جي صفحي "سگهڙين سٿ" ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيون. 89-1988ع ۾ پنهنجي ڀيڻ ڊاڪٽر فهميده حسين سان گڏ عورتن لاءِ هڪ ماهوار رسالو "سگهڙين سٿ" پڻ جاري ڪيائين. جنهن جا ٻارنهن پرچا شايع ٿيا. اهو سنڌيءَ جو پهريون عورتن جو رسالو هو، جيڪو ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو هو.

**انيل ڪُن:** انيل ڪن هنگلاج مندر آڏو "چوراسي جبل" تي آهي. انيل، هوا ديوتا جو ٻيو نالو آهي، جڏهن ته ڪن جي معنيٰ آهي، تلاءُ ان ريت انيل ڪن جي معنيٰ ٿي "هوا ديوتا جو تلاءُ". هن ماڳ تي انهيءَ نالي پوڻ جو ان کانسواءِ ٻيو ڪو به سبب ڪونهي ته پاڻيءَ جو اهو تلاءُ جبل تي مٿانهينءَ تي آهي. ٻيا سڀ تلاءُ هيٺانهن هنڌن تي، مختلف اوچاين تي آهن. هن ڪُن ڏانهن وڃڻ جو رستو آساپورا وٽان آهي. ميل ڪن چڙهائيءَ کانپوءِ لهڻو پوي ٿو، جتي ميدان آهن. جي جي ڏيکهه ويکر عام پير جيتري آهي. اڳواڻ هتي اڌ ڪلاڪ کن ترسي ٿو ۽ ياتري ڀڄن پڙهن ٿا. هتان اڌ فرلانگ تي گورک ناٿ جي ڌوڻي آهي. هتي به ياتري ترسن ٿا ۽ پٿرن جا ننڍڙا ننڍڙا گهر ٺاهين ٿا. عقيدي موجب جيڪو هتي گهرڙو ٺاهيندو. ان کي سرڳ ۾ محل ملندو. اڳتي ٽي وڏا کوهه (تلاءُ) آهن، جن کي انيل ڪن چئجي ٿو هڪ کن يا تلاءَ جي گولائي 12 فوٽ کن آهي ۽ انهن مان پاڻي ٻڙڪي نڪري ٿو ساڳيو پاڻي چئن ميلن جي ٽيڀيءَ کان پوءِ ڪٿي ڪٿي ظاهر ٿي نيٺ هنگلاج ديويءَ جي مندر وٽان

لنگهي ٿو. ياتري هن تلاءَ جو پاڻي پيئندا به آهن ته بوتلن ۾ ڀري گهر به کڻي ويندا آهن. هن کوهه تي ياتري هٿ منهن ڌوئي پاڪائي ڪندا آهن.

هن کن ۾ جيڪي ٽري جاٽن سي هڪ ڇپ مٿان بيهي ٽپو ڏيندا آهن ۽ وٽِگ جهڙي هڪ لنگهه مان ٻئي پاسي پهچندا آهن. ائين ڪرڻ سان سمجهيو ويندو آهي ته ان سان گناهه ڌوپجي وڃن ٿا ۽ ماڻهو پاڪ پوتر ٿئي ٿو. هڪ عقيدي موجب انيل کن ۾ سنان ڪرڻ سان انسان چوراسي لک جنمن جي چڪر کان مکتي حاصل ڪري ٿو. شايد ان ڪري ئي هن جبل جو نالو "چوراسي" آهي. هندو ياتري هتي به ناريل سان پوڄا ڪن ٿا يا پاڻيءَ ۾ زور سان ناريل اڇلائين ٿا. جيڪڏهن پاڻيءَ جا ٻڙڪا چڱيءَ مقدار ۾ اڀريا ته اهو فرد سمجهندو ته سندس گناهه معاف ڪيا ويا.

**اٺڄاڻ** (ڪتاب): مشهور قومي اڳواڻ ۽ اديب قاضي فيض محمد جو ناول "اٺڄاڻ". سندس ٽيون نمبر ناول آهي. هن کان اڳ سندس ٻه ناول "جنسار" ۽ "ٻاڦهه سڙ ٻاڦهه" ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. هي ڊيمي سائيز جي 123 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، اپريل 1993ع ۾ ڇاپيو آهي، جنهن جي قيمت 40 رپيا آهي. هن ناول جو بنيادي نقطو اهو آهي ته انساني ارتقا ۾ سڄي دنيا جي سماج ۾، شروع کان انسان جو ڪهڙو ڪردار رهيو آهي ۽ سنڌ وارن ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي. سنڌ وارن جيڪو امن ۽ محبت جو پيغام ڏنو آهي، اهو به هن ناول ۾ موجود آهي ته هن سنڌ ۽ سنڌين مان ڪهڙيون اميدون رکيون آهن. ان جون جهلڪيون به هن ناول ۾ ڇاٽايل آهن.

**اُٽراهه جي پٽي**: هيءُ دڙو هندو/ اسلامي دور سان تعلق رکي ٿو. محراب پور شهر ۽ ٽنڊي مير عاليءَ جي وچ تي ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. دڙي جي ايراضي ٻن ميلن ۾ پکڙيل آهي. دڙا 5 کان 10 فوٽ اوچا آهن. اڳي اجا وڌي ايراضي هوندي، پر هاڻي گهڻو حصو زرعي آباديءَ هيٺ اچي چڪو آهي. لڳي ٿو ڪا ڪهني بستي آهي. مٿاڇري تي ٺڪرائو هندو ۽ اسلامي دور سان ٺهيل جهڙو آهي. هيٺين تهن ۾ ڪو وڏو تاريخي دفينو ٿي سگهي ٿو. ٿورو هيٺ کوٽڻ سان ٽامي جا سڪا ۽ ٻيون وٿون ملن ٿيون. کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**اڻ سڃاتل مقبرا، لڳ ڏنگراج مقبرو**: هي نامعلوم دور ۽ صاحبن جا مقبرا ديهه ڪوٽ چانديا، پٽو ڪنوري (Kanoori) تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي ڪچي واري علائقي ۾ آهن. هتي شيخ الياس محمد ڏنگراج جي مقبري کان سواءِ ٻه مقبرا زبون حالت ۾ موجود آهن. روايتون آهن ته هتي 7-8 مقبرا هئا، جيڪي ڊهي چڪا آهن. انهن ٻنهي تي ڪتبه هئا. جيڪي هاڻي 1992ع کانپوءِ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿا اچن. هڪ مقبرو ڏنگراج مقبري جي اتر ۾ وڏو، پر سڄو ڊٺل آهي. ان تي ڪجهه لکتون آهن، پر پڙهڻ جهڙيون ڪين آهن. ٻيو مقبرو ڏنگراج مقبري جي اوڀر اتر ۾ آهي، جيڪو به تمام زبون ٿي چڪو آهي. هن جون ڪجهه پٽيون بيٺيون آهن، پر گنبذ (Dome) ۽ ڳچ (Neck) ڊهي ويا اٿس. مقبرو ڪرڻ تي آهي. ٻنهي روضن تي ٽائلس جو ڪم ٿيل آهي. اندر سڪو ڇت ۽ ٻي چٽرڪاري به نظر اچي ٿي. پر جتان ڪٿان ڏري پيا آهن. هتي روضي تي ٺهيل پانيل وڏا آهن جن مان ٻن جي ماپ درج ڪجي ٿي. 171x31 /19x4 ۽ ٻيو 22x17x7 س. م. ماڳ اڪثر ڪري ٻوڏ جي اثر هيٺ رهي ٿو.

**اڻ لپ گئسون** (Para gases): هوا جو تقريباً هڪ سيڪڙو اڻ لپ گئسون آهن. هيليم، نيون ۽ ارگان مشهور اڻ لپ گئسون آهن. هنن گئسن کي بي عمل گئسون به سڏبو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي شين سان ڪيميائي عمل نه ڪنديون آهن. بجليءَ جي بلبن ۾ هوا جي بدران آرگان گئس استعمال ڪئي ويندي آهي، ڇاڪاڻ ته اها بلب جي تار فلامينٽ سان ڪيميائي عمل نٿي ڪري. آرگان، نيون ۽ هيليم وايومنڊل ۾ تمام ٿوري مقدار ۾ موجود آهن.

**آٽوَٽُ**: هڪ قسم جو ڳهه. جيڪو پيرن جي آڱرين ۾ پائبو آهي. پيرن جي آڱرين جو ڇلو جنهن ۾ ننڍڙيون چمڪڻيون ٿين. هيءُ ڳهه چانديءَ ٽوڙي سون مان ٺهندو آهي.

**اڻ وسرندڙ ڪهاڻيون** (ڪتاب): سهڻي پبليڪيشن جي "آڳاٽي ادب" سلسلي جو ٻيو ڪتاب، طارق اشرف، سهڻي پبليڪيشن، الهندي ڪچي حيدرآباد مان 1972ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز جي 106 صفحن تي مشتمل هن ٻئي ڇاپي جي قيمت هڪ رپيو پنجاهه پئسا آهي. هنن ڪهاڻين جو پهريون ڇاپو 1944ع ۾ نامياري ڪهاڻيڪار گوبند پنجابيءَ "ريگستاني ڦول" عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ 13 اصلوڪيون ڪهاڻيون شامل آهن. مجموعي جا ليکڪ: رام پنجواڻي، آنند گولاڻي، رميش چندر، ڀڳوان لعلواڻي، نارائڻ ڏيوناڻي، جيوت نرياڻي، سوبو گيانچنداڻي، ليلو رُچنداڻي، ڪشن مسرور، ڪرشن کٽواڻي، موهني چنديراماڻي، شيخ عبدالستار ۽ گوبند مالهي آهن.

**آٽي**: نيزي يا تير جي سنهڙي ڇهنب. گذريل وقت جا هٿيار خاص ڪري ڀالا ۽ تيرَ، ڪاٺ جا ٺهيل هوندا هئا. رڳو سندن ڇهنبون لوهه مان ٺهيل هونديون هيون. نيزي جو ڏنڊو بانس يا ڪانيءَ جو هوندو هو. جنهن ۾ لوهه جي ڇهنب وجهبي هئي. تيرِ، ڪانهن جي ڪانيءَ يا ڪَهُو جي گهڙيل ڪانيءَ مان ٺهندا هئا، پر انهن جي آٽي لوهي ٺهيل هوندي هئي. نيزي جي "ڇهنب" ڇنبي ۽ تير جي "آٽي".

**اوائلي هاٿي**: سنڌ ۾ وڏي جسامت جا ممالیه (136 ملين سال اڳ) برابر پيدا ٿيا. اهڙي دريافت 1982ع ڌاري آمريڪي سائنسدانن ڪئي هئي پر انهن کان به گهڻو اڳ مسٽر بلانفورڊ کوج ڪري چڪو هو. ايچ. ٽي سورلي جي سنڌ گزيٽر ۾ به ڊائنو ٿيريم جو ذڪر موجود آهي. 2003ع ڌاري بدر ابڙي به ان سلسلي ۾ ڪنهن هنڌ ڊائنو ٿيريم جو سڄو سارو هڏائون پڃرو ڏٺو آهي. هن



وٽ ان ماڳ جا ڪوآرڊينيٽس (ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪ موجب پوزيشن) موجود آهن، جنهن جاءِ تي اهو هڏائون پڃرو موجود آهي، ان جو ڏس هن عام نه ڪيو آهي ته متان ماڻهو لالچ ۾ اچي اهو پنڊ پهڻ ٿيل ڍانچو ضايع ڪن.

ڊائنو ٿيريم 14 فٽ قدبت جو اوائلي هاٿي هو. اهو آڳاٽي دور جي برفاني هاٿي ميموٿ (Mammuthus) کان جسماني طور ڪافي وڏو نسلي طور ان جو به ٽڙ ڏاڏو هو. ان جا وَچ اڄوڪي هاٿيءَ وانگر مٿين جاڙيءَ ۾ ڪونه هئا، پر اهي هيٺين جاڙيءَ سان ڳنڍيل ۽ مٿان کان هيٺ زمين ڏانهن وريل هوندا هئا. ان جا ڪائڻ وارا اصل ڏند مهارن کان مٿي 3.5 س. م ۽ ويڪر ۾ 6.5 س. م هئا.

هي ڏند ڏائن جهڙا آهن، جن ۾ ٻن کان ٽي ڪانجا (ridges) آهن. اهي ڏائون ظاهر ڪن ٿيون ته هي هاٿي پنهنجي غذا کي وات ۾ چڱيءَ طرح چٻاڙي ڪائيندو هو. ڊائنوٿيريم مايوسين (25 ملين سال اڳ) پلائسٽيسن عهد تائين موجود هو. سائنسدانن جو خيال آهي ته هي ٻيلن ۾ رهندو هو ۽ هيٺ وريل نيشن سان ٻوٽن جون پاڙون ۽ وڻن جا ٽڙ ڪوٽي ڪائي ويندو هو يعني لڪيءَ وارو جبل انهن ڏينهن ۾ گهاٽي ٻيلي سان ڍڪيل هو. اهي برساتي ٻيلا هئا جن ۾ تمام ڊگها وڻ موجود هئا. اهڙن ڊگهن وڻن جا پنڊ پهڻ موجود آهن. لڪي جبل ۾ بدر ابڙي جي رپورٽ موجب انهن مان هڪ وڻ جو 52 فٽ يڪو ٽڙ ايترو ويڪرو آهي، جو اهو ٻن ماڻهن جي گڏيل ڀاڪر ۾ مشڪل سان ايندو. اهو ٽڙ ڪان به وڏو ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته ان جو باقي حصو ٽڪريءَ ۾ اندر پوريل آهي. هڪ ٻيو پنڊ پهڻ 120 فٽ ڊگهو هو پر بدقسمتيءَ سان اهو پنهنجي وزن سبب ٽڪرن ٽڪرن جي صورت ۾ هڪ ڊوريءَ تي آرپار پيو آهي. اهو علائقو ارضياتي طور 'منڇر جوڙجڪ' جو آهي.



ٽيون مرحلو اڄ جي سرمائي ۽ ناسي واريا سي پٿر ۽ نارنگي ڳاڙهي مٽيءَ تي ٻڌل آهي ۽ الهندي سنڌ ۾ آهي. هي ٿُلهو وڏن ٿَهن وارو سرمائي ريتيلو پٿر آهي، پر ڪنگلامَرٽ حالتن ۾ به ملي ٿو جنهن جي درجي بندي گاج ناڙي ننڍڙين گول پٿرين ۽ گول ڄِنبن (pebbles and boulders) طور ڪري سگهجي ٿي. ان ۾ پٿرايل ٻيلو آهي، جنهن ۾ ٽُڙن جا ٽڪرا ڏسجن ٿا. ان ۾ مٽيءَ جو به وڏو مقدار آهي. ان جي ٿولهه 3000 فٽن تائين آهي. سيوهڻ کان اتر ۾ اهو حصو گاج نئن وٽ ۽ وري ڏکڻ ۾ لڪي شاهه صدر کان رني ڪوٽ سلسلي ۽ ٻوڻن جي وچ ۾ هلندو وڃي ٿو يعني اهوئي زمانو لڪي سلسلي ۽ ان جي ڀرپاسي ۾ عظيم برساتي ٻيلن ۽ انهن ۾ رهندڙ عظيم جهنگلي جيوت (هاٿين) جو آهي. ان خطي ۾ اوپر وارو سڄو علائقو جيڪو هاڻي سنڌ جو ميداني علائقو آهي، ان وقت سمنڊ هو.

**اوبرو:** ڪورڪي ڪم جو چرخو، جيڪو سِٽ يا پٽ ويڙهڻ جي ڪم ايندو آهي. هن وقت به سُٽ ڪتڻ، تاڃي ناهڻ، ڪپڙي اُڻڻ جو هنر هٿ سان هلندو ٿو اچي. البت هاڻي آڏاڻا بجليءَ تي هلن ٿا، تنهنڪري ڪم تيزيءَ سان ٿئي ٿو.

**اوبِٽِي:** سُٽ يا پٽ ويڙهڻ لاءِ ڪورڪي ڪم جو هڪ ننڍو چرخو.

**اوباسي:** گهڻي ٿڪ سبب، يا ننڊ اچڻ کان اڳ فطري طرح وات ڦاڙي وڏو ساهه ڪڍڻ جو عمل، جنهن مان سستيءَ، اوجاڳي ۽ ننڊ جي ضرورت جو احساس ٿئي. جيئن چوندا آهن ته "اوباسيون آيون، ننڊ نياپو موڪليو". ٻيءَ هڪ راءِ موجب اوباسيءَ کي سستيءَ جي علامت سمجهيو وڃي ٿو، ليڪن دراصل انسان جو بدن چاهي ٿو ته ان جي سيني مشڪن ۽ رڳن کي ساهي ملي ۽ ڏنو ويو آهي ته اوباسيءَ کان پوءِ جسم وري چست ٿي وڃي ٿو.

**اوپارا:** هُرلي يا نار جي ڏيڏيءَ ۾ لڳل اُڀيون ڪاٺيون. ڏيڏيءَ جو ڪم پاڻڊي کي ڦيرائڻ آهي، جنهن جي ڦرڻ سان مالهه ۾ ٻڌل لوٽا يا ڪنگريون پاڻيءَ سان ڀرجي نيسر ۾ پونديون.

**اوپارو:** درياهه جو اُبتو وَهڪرو. ڪٿي ڪٿي درياهه ۾ گهنڊيءَ يا ور جي ڪري وهندڙ پاڻي ڪپر سان ٽڪرجي وري پوئتي ورندو آهي، جيتوڻيڪ اُن جي وَهڪ اڳتي هوندي آهي. اهڙي غيرمعمولي اُبتي وهڪري کي "اوپارو" چئبو آهي. "اوپارا" ترڻ وارن جي لاءِ تڪليف جو باعث بڻبا آهن، ڇاڪاڻ جو اوپاريءَ وهڪ جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن درياهه ۾ ڪُنَ به ٿي پوندا آهن. تنهنڪري اهڙن اوپارن ۾ ٻڏڻ جو خطرو به ٿي سگهي ٿو.

**اوپارو**[2]: ٻوڙ يا ٻاڙوڏو ٻوڙ وهڻ. نار يا هرلي جي وهُڪ. نار جو اُهو چڪرو، جنهن کي "پاڻڊو" چوندا آهن، جنهن ۾ پاڻي ڪڍڻ لاءِ لوٽا يا ڪنگريون ٻڌل هونديون آهن. لوٽا جيڪڏهن تَرَ واري پاڻيءَ ۾ فوٽ به فوٽ ٻُڏي وهندا آهن، ته ان حالت ۾ چوندا ته هُرلو "ٻاڙوڏو" يا "ٻاتر ٻوڙ" پيو وهي، پر جيڪڏهن پاڻي گهٽ ٿي هُرلي جي پاڻڊي کي چڏي هيٺ لهي ويندو ته پوءِ چوندا ته نار "ڇاڙهو" يا "ٽنگڙ" ٿي پيو وهي. ڇاڙهي يا ٽنگڙ جي حالت ۾ نارُ پاڻي به گهٽ ڪڍندو ۽ وَهڪ ۾ به ڳرو ٿي پوندو آهي. ان جي برعڪس هرلو ٻاڙوڏو يا ٻاترَ ٻڏو پيو وهندو ته اهو وهڻ ۾ به هلڪو ٿي پوندو ۽ پاڻي به گهڻو ڪڍندو. جيئن ته هرلو ٻاڙوڏو صرف انهيءَ صورت ۾ وهي سگهندو، جنهن صورت ۾ پاڻي گهڻو هوندو ۽ ان جي سطح مٿي هوندي، تنهنڪري "اوپارو ٻوڙ" يا "ٻاڙوڏو ٻوڙ" جو اصطلاح گهڻائيءَ ۽ افراط جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. اهڙيءَ طرح "پاڻيءَ سانگهارو ڪيو" يعني پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ جي ڪري، اُن جي سطح هيٺ لهي وئي ته پوءِ هرلو ڇاڙهو وهندو ۽ ان طرح "سانگهارو ڪرڻ" جي اصطلاح جي معنيٰ "ٿورائي، گهٽتائي ۽ ڪمي" ٿيندي.

سُورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪونه ڪيو
آيل! اوپارو ٻاڙوڏو ٻوڙ وهي.
(شاهه)

**اوپَرُ:** چئن طرفن مان هڪڙو طرف. جنهن طرف کان سج اُڀري، انهيءَ کي "اوپر" ڪوٺجي ٿو. عام ماڻهو اوپر کي اُڀرندو به چون ٿا. عربي ٻوليءَ ۾ اوپر کي مشرق چوندا آهن. سنڌ ۾ عام طرح اُڀرندي کي "پورب" به چون، مثلاً: "پورب جو واءُ" ۽ "پورب جو مينهن". يا ساوڻيءَ جي منڊ ۾ چوندا ته "اوپر پيو لڳي، مينهن آيو ڪي آيو". هندو ڌرم جا ماڻهو سج اُڀرڻ تي، پاڻيءَ جو لوٽو ڀري، جٽيو ڦيرائيندا ۽ سج ڏانهن اکيون ڪري پاڻيءَ جو لوٽو هيٺ نائيندا آهن.

**اوپر خيرپور ڪئنال:** "ڏسو "سکر بئراج".

**اوپَڙُ:** وڻن، ٻوٽن، گاهه وغيره جي واڌ. ٻوٽن جو ڦوٽهڙو وڻ، ٻوٽا، گاهه وغيره جيئن ته زمين مان اُڀرندا آهن، تنهنڪري مجموعي طور انهن سڀني کي گڏي "اوپڙ" چوندا آهن.

**آوَتار:** هندن جي عقيدي موجب وشنوءَ جو ڪنهن جسم يا روپ ۾ ظهور. وشنو اهڙو منظر ديوتا آهي، جيڪو دنيا جي پالنا (پرورش) ۽ حفاظت ڪري ٿو. ڪڏهن ڪڏهن اهو هن دنيا ۾ پيدا ٿي، ان جي انتظام ۾ خرابيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ان ۾ دخل ڏيئي، ان کي درست ڪري ڇڏيندو آهي. ان کي "اوتار" چوندا آهن. اهڙيءَ طرح هن وقت تائين نوَ (9) اوتار اچي چڪا آهن، جن جا نالا مَڇ، ڪڇئون، ورهه، نرسنگهه، پرشورام، واتن، رام، ڪرشن ۽ ٻُڌ آهن. انهن اوتارن نهايت ڏکئي وقت ۾ ظاهر ٿي، دنيا کي سڌاري ۽ ترقيءَ جي راهه تي

هلايو. هندو انهن اوتارن جي عبادت به ڪندا آهن ۽ انهن جي نالن سان مندر نهرائيندا آهن. ڪرشن مهراج گيتا ۾ چيو آهي ته "جڏهن ڌرم تي زوال اچي ٿو ۽ بَد انسان نيڪين تي غالب پئجي، انهن کي هرطرح جي تڪليف پهچائيندا آهن ۽ اَپ ڌرم کي واڌي ملي ويندي آهي ته آءٌ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ ظاهر ٿي ويندو آهيان. سڄي جي حفاظت، ڪج رويءَ جي تباهي ۽ ڌرم کي مضبوطيءَ سان قائم ڪرڻ لاءِ مختلف زمانن ڪان اوتار جو ويس وٺندو آهيان."

**اوتارو:** سفر دوران، ٿڪ ڀڃڻ ۽ ڪجهه لمحن لاءِ وهڻن تان لهي ڊاهو يا منزل ڪرڻ جي جاءِ، منزل گاهه، مڪان، مردن جي ويهڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ جي جاءِ، دائرو ۽ اوطاق. "اوتاري" جو اهم مفهوم اڳاٽي دور ۾ رائج هو جيڪو هاڻي اصلوڪي مفهوم ڪان بدلجي ٻئي روپ ۾ رائج ٿي ويو آهي.

موجوده دور ۾ "اوتارو" انهيءَ جاءِ کي چئجي ٿو جتي ڳوٺاڻا يا شهري ٽڌن تي ويهي رهاڻ ڪندا آهن. ان رهاڻ ۾ زماني جو احوال يا سگهڙپائيءَ جي ڪچهري ۽ ڳائڻ وڄائڻ به ٿيندو آهي. واٽهڙو به اتي ويهي ڪا گهڙي ساهي پٽي وري پنڌ پون ٿا.

پنگ پيئڻ جا هيراڪ به گهڻو ڪري اوتاري ۾ ئي آبن شابو ڪندا آهن. ڪن اوتارن جي اڳيان انگاس ڪوڙي چڙهيندا آهن ته جيئن اهو آسائشي ڪم لاءِ مخصوص ٿئي ۽ ان تي قبضو نه ٿئي.

**اَوَتَڙُ:** درياهه يا سمنڊ جو اُهو تَڙ، جتي ٻيڙين جي بيهڻ جو سهنج نه هجي. اُهو سامونڊي ڏکيو ڪنارو، جنهن تي ٻيڙيءَ يا غوراب جي لنگر هڻڻ جي سولي جاءِ نه هجي. مثلاً ڇولين جي تيزيءَ سبب ٻيڙيءَ کي نقصان پهچي، يا تانگهي پاڻيءَ ۾ ٻيڙيءَ جو تر لڳي پوي، جو پوءِ نڪري نه سگهي.

**اوٿارو:** خواب يا ننڊ مان ڇرڪ ڀري اُٿڻ. ڪن ماڻهن کي اوٿاري جي بيماري ٿيندي آهي، جنهن ۾ ماڻهو ڀهريائين ننڊ ۾ ڳالهائيندو، ٻُٽ ٻٽ ڪندو يا ڪنهن نامعلوم خوف سبب ڇرڪ ڀري اُٿندو آهي. ان وقت سخت خوفزده هوندو آهي ۽ سڄو جسم پگهريو پيو هوندو اٿس. ڪن ماڻهن کي ننڊ ۾ ائين لڳندو آهي ڄڻ جاڳن پيا ۽ پوءِ ڪنهن دٻ واري حالت ۾ آهن. اٿڻ چاهين ته اٿي نه سگهن، هٿ چورڻ چاهين ته چوري نه سگهن. آخر ۾ ڇرڪ ڀري اٿندا ته معلوم ٿيندن ته اهو ڪو خواب هو. اهڙي ڪيفيت کي به اوٿارو چون.

**اوٽو:** هڪ قسم جو ننڍڙو جيت، جيڪو اڇي، ڀوري رنگ جي ڪارن پٽن سان ٿيندو آهي. هيءَ جيت اُن يا ڏاس جا ڪپڙا، ڪمريون، لويون ۽ ڪاهيون ٽُڪي ڪائيندو آهي، تنهنڪري اهڙين شين کي اڪثر اُس ڏيکاربي رهبي آهي. هن جيت کي سنڌ جي ڪن خطن ۾ "ڇٽو" ۽ "ڏٽو" به چوندا آهن.

**اوٽن جو دڙو:** اسلامي دور جو هيءَ ماڳ ديهه سيهرات، تپي ماتلي، ماتلي کان ٽلڪار ويندڙ رستي تي بدين ضلعي ۾ آهي. هيءَ دڙو زمين جي سطح کان 5 فوٽ ڪن مٿي آهي. مٿاڇري تي ٺڪرائو عام آهي، جيڪو گهڻو ڪري اسلامي دور سان واسطو رکي ٿو هينئر اتي قبرستان آهي. سانوڻ فقير بيتن جو وڏو شاعر به اتي دفن ٿيل آهي. مٿي وچ ۾ هڪ مسجد جا آثار نظر اچن ٿا. دڙو کوٽائي ٿيل ڪونه آهي. چون ٿا ته هي ڏاڍو سٺو شهر هو

**اوٽو:** واريءَ، چيڪي ۽ مٽيءَ ملايل گاري مان ڏنل ليپو وونٽائين يا ڪانن جي پترن مان نهيل لانديءَ (ڳهه) کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ليپو ڏبو آهي، جيڪو واري، چيڪو ۽ مٽي ملائي ناهيل گاري مان ڏبو آهي. گاري جي انهيءَ هٿ کي 'اوٽو' چوندا آهن. صفي جي اڳيان اڱڻ ۾ نهيل ٿلهي کي به "اوٽو" چوندا آهن.

**اوٺا ڍهو:** ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 15 ڳوٺ آباد آهن.

**اوٺار/ اوٺيئڙو:** درياهي مڇيءَ جو هڪ قسم. هن مڇيءَ کي "اوٺيار" به چوندا آهن. هيءَ مڇي ٻٽ ۾ ويڪري ٿيندي آهي، پر نموني ۾ وونج جهڙي آهي. ڊيگهه ۾ 6/7 انچ ٿئي ٿي، وزن پاءُ، وڌ ۾ وڌ ڏيڍ پاءُ ٿئي. اوٺار مڇي ڪائڻ ۾ لوحريءَ جهڙي ٿيندي آهي. ليئي يا مَلِي قسم جي مڇين ۾ شمار ٿئي ٿي، آنيءَ جي منڊ ۾ آني ڪري. هيءَ مڇي پنهنجو ولر ناهي، اٿل جي پاڻيءَ ۾ هلندي آهي. هن جون کليون قد ٻٽ جي لحاظ کان ٿلهيريون ٿين ٿيون. ٻوڙ کان وڌيڪ تري کائجي ٿي. چلهر سنهڙا اٿس. رنگ سفيد ٿيندو اٿس. سٽي مڇيءَ سان نسبت رکي ٿي. ٻن پاکن وارن رڇن ۾ هيءَ مڇي ڦاسندي ناهي، پر سنها رڇ هن مڇيءَ کي ڦاسائڻ لاءِ ڪم ايندا آهن. سنڌ ۾ هيءَ مڇي به ٻين مڇين وانگر ڪثرت سان استعمال ٿئي ٿي. هن جي غذا به گاهه، اناج ۽ پاڻيءَ جا جيت وغيره آهن.

**اوناٺيون:** سنڌي لوڪ شاعريءَ جي هڪ صنف. "اوناٺيون" انهن بيتن کي چئبو آهي، جن ۾ پيرن مرشدن جي ساراهه ۽ سندن ذڪر ٿيل هجي.

سنڌ ۾ اوناٺين جو رواج تمام آڳاٽو آهي. درگاهن تي ٿيندڙ سماع ۾ اوناٺيون اهم حيثيت رکن ٿيون. هالا نوان ۾ مخدوم نوح جي درگاهه ۽ ڀراڻن هالن ۾ سيد عبداللطيف جي درگاهه تي اڄ تائين اوناٺين جو رواج آهي. مخدوم نوح جي درگاهه تي منثار فقير راڄڙ جا بيت، اوناٺين طور ڪتب ايندا آهن. ملتاني پيرن جي درگاهن تي ته شروع کان ئي اوناٺين جو رواج آهي. اوناٺين کي "ڏهر" به چوندا آهن. نامور شاعر نياز همايوني شڪارپور طرف جي ڪنهن عوامي شاعر اويس جو ڪلام گڏي ڪري 'اوناٺيون اويس جون' ڪتاب ترتيب ڏنو هو جيڪو ڇپيل آهي.

**اوٺي:** اُٺن جا مالڪ، يا اٺن کي هلائڻ ۽ چارڻ وارو اوٺار. اُٺ سوار.

**اوٺِي (مڇي):** هيءَ ننڍڙي مڇي 18 سينٽي ميٽر ڊيگهه تائين عام ڏٺي وئي آهي. نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. سڄي ايشيا ۾ خاص ڪري پاڪستان، ڀارت، بنگلاديش ۽ نيپال ۾ ملي ٿي. اها مٺي پاڻيءَ ۽ ڊيلٽا جي ٻاڙي پاڻيءَ ۾، مائي وهڪري ۾ ملي ٿي. نديون، ڍنڍون يا تلاءُ ان جو مسڪن آهن. اوٺِي جا ٻه قسم آهن. هڪ اڇي جنهن کي انگريزيءَ ۾ Large rezorbelly minnow چون ٿا ۽ سائنسي نالو Salmostoma bacaila اٿس. ان جو رنگ پيلاڻ مائل اڇو ٿئي ٿو اها سنڌ ۾ ڊيلٽا جي سطح کان وٺي نيپال ۾ 5750 فٽن جي



بلنديءَ تي به ڏٺي وئي آهي. ننڍڙي هئڻ ڪري ڪاجرو نه آهي. ماحول ڦِٽڻ ڪري سنڌ ۾ گهٽجندي پئي وڃي. پاڻ بي ضرر آهي. پاڻيءَ جي سطح تي موجود لاروا ۽ جيت کائي ٿي. بنگال ۾ ان کي چيلا ۽ ڪتاري به چوندا آهن.

اوٺِي جو ٻيو قسم ڪارو اوٺي سڏبو آهي. ان جو رنگ سرمائي ٿئي ٿو پيچ به اڇي اوٺيءَ وانگر به ڦاڪو پر ڪارو هوندو اٿس. سائنسي لحاظ کان 'ڪارو اوٺي'، اڇي اوٺيءَ جي ڪٽنب ۾ شامل نه آهي. ان کي انگريزي ۾ Gora chela ۽ سائنسي دنيا ۾ Securicula gora چوندا آهن. ڪارو اوٺي 24 يا 25 سينٽي ميٽر جو ٿئي ٿو اهو به سنڌو نديءَ سميت ڀارت، نيپال ۽ بنگلاديش جي درياهن ۽ ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو پاڻيءَ جي سطح تان لاروا ۽ جيت کائي ٿو



ماهيگيريءَ جي خيال کان اوئي کنهن به ڪم جو نه آهي، سواءِ ان جي ان کي مرغي خانن وغيره جي فيڊ طور ڪِچ ۾ استعمال ڪيو وڃي يا وري مڇي گهرن ۾ سونهن خاطر پالجي ٿو.

**اوپري**: ڪٽ جي سيرانديءَ ۽ پيرانديءَ وارن پاسن واري هڪ ڪاٺي. ڪٽ ۾ چار ڪاٺيون ٿينديون آهن. ٻن پاسن وارين ڊگهين ڪاٺين کي ايسون چوندا آهن ۽ ٻه سيرانديءَ پيرانديءَ واريون ڪاٺيون، اوپريون ڪوٺبيون آهن. ڪٿي ڪٿي 'اوپرو' مذڪر لفظ مستعمل آهي. ڪن جڳهن تي اُوپرن کي ٻانهيون ۽ سيرون به چَون. پيرانديءَ واري اوپري ۾ واڏڻ وجهندا آهن.

**اوپٽي**: پٿر جو هڪ اوزار جيڪو سونارا سون جي صفائي ڪرڻ ۽ چمڪائڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. اوپٽي عقيق (پٿر جو قسم جنهن مان مٽيا يا مڻڪا ٺهندا آهن) جو ڊگهو پٿر ٿئي ٿو. سونارڪو ڪو به ڪم تيار ڪبو ته جنسار ۽ اوجر (صفائي) ڪاٽيوءِ ان کي اوپٽي پٿر سان گسائبو ته سون ۾ چمڪ ايندي. چمڪ پيدا ڪرڻ جو اهو قديم طريقو سونارا اڄ به ڪم آڻيندا رهن ٿا. اوپڻ (ٻاٽي يا ٻاٽياٽ منتقل ڪرڻ) انهيءَ فعل کي چئبو آهي، جنهن موجب هڪ پاسي جو ٻاٽي ٻئي پاسي منتقل ٿي ويندو آهي. عتيق جي انهيءَ پٿر کي جنهن سان زيور گسائبو آهي، انهيءَ ۾ عقيق جي چمڪ منتقل ٿي ويندي آهي، انهيءَ ڪري انهيءَ پٿر کي "اوپٽي "چئبو آهي ۽ انهيءَ پٿر سان پيدا ٿيل چمڪ کي "اوپٽي اوجر" چئبو آهي.

**اوجاڳو**: هي ٿرجو عام گيت آهي. هن قسم جا ڳيچ ٿر ۾ عورتون، شادي مراديءَ ۽ عام ڏينهن تي ڳائينديون آهن 'اوجاڳي' جا مختصر ٻول هن طرح جا آهن:

اي سکي، تنهنجي اک جو ڳاڙهي آهي؟

جواب: اي منهنجي سکي، تمام گهڻو اوجاڳو آهي.

انهيءَ قسم جون ٻيون مصراعون هونديون آهن.

**اوج علوي**: سنڌي ٻوليءَ جي شاعر ۽ نثر نويس. اوج علويءَ جو اصل نالو شفيع محمد ولد درمحمد علوي هو سندس پيدائش 14 آڪٽوبر 1921ع تي شهر شڪارپور ۾ ٿي. ايم. اي ڪيائين. انفرميشن آفيسر هو ۽ 1972ع ۾ وفات ڪيائين. سندس بيشمار مضمون ۽ مقالا ماهوار رسالن جهڙوڪ: "نئين زندگي"، "ڳوٺ سڌار" رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. هن ملتان ۾ انفرميسن آفيسر هئڻ دوران پبلڪ لائبريري باغ لانگي خان ۾ سنڌي ڪتاب رکايا ۽ هن وقت باقاعدي ان لائبريريءَ ۾ سوين ڪتابن تي مشتمل سنڌي سيڪشن موجود آهي. هن لائبريريءَ جو سيڪريٽري ائڊووڪيٽ عمر ڪمال خان رهيو آهي.

**اوجهه**: ڳاهه ڪائيندڙ جانور جي اوجهريءَ ۾ پيل ڪاڌو. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي:

اوجهه نه چنڊي اوجهري، توڙي ڏوهي منجهه درياهه

اوجهريءَ ۾ اوجهه اهڙو ته ڇهتيل هوندو آهي، جو اوجهريءَ کي صاف ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي. 'اوجهه نه ڏيڻ' هڪ اصطلاح آهي، معنيٰ پنهنجو راز نه سلڻ.

**اوجهري**: جانور جو اهو اندريون عضوو، جنهن ۾ جانور جو ڪاڌو (ڳاهه وغيره) گڏ لڳي ٿو اهو هڪ وڏي ڳوٿريءَ وانگر لڳي ٿو اوجهري رڌي کائڻ لاءِ به ڪم اچي ٿي. اها طبي لحاظ کان دير هضم غذا آهي. تنهنڪري چوندا آهن ته اوجهريءَ کي گرم مصالحن ۾ ڳاري پوءِ کائبو ته معدي کي طاقت ايندي، پر هن جي کائڻ کان پوءِ يڪدم پاڻي پيئڻ سان نقصان ٿيندو آهي.

**اوجهڙي ڪئمپ**: اوجهڙي يا اوجڙي ڪئمپ راولپنڊيءَ ۾ واقع آهي جتي سوويت يونين خلاف وڙهڻ لاءِ افغان مجاهدن واسطي هٿيار رکيل هئا. 10 اپريل 1988ع ۾ ڪيمپ ۾ ڌماڪو ٿيو جنهن ۾ اتي رکيل سمورا هٿيار ڦاٽي پيا. ڪيمپ مان اُڏايل راڪيٽن ۽ ٻين هٿيارن سبب راولپنڊيءَ ۽ اسلام آباد ۾ اٽڪل هڪ سئو ماڻهو مارجي ويا. انهي حادثي ۾ مارجي ويلن ۾ خاقان عباسي به شامل هو. جنهن جي ڪار کي هڪ ميزائل اچي لڳو هو جڏهن ٻئي جاڙا شهر ڌماڪن سان گونجي اٿيا ۽ ماڻهن آسپاس ميزائل وسندي ڏٺا ته ماڻهن سمجهيو ته ڀارت حملو ڪيو آهي. واقعي واري ڏينهن ضياء الحق ڪويت ۾ مني اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويل هو هن سانحي بابت پهرين ڏينهن ضياء الحق "غير معمولي حادثو" سڏيو هڪ هفتي بعد ان کي سبوتاز قرار ڏنو آمريڪي حڪومت جي ماهرن موجب تباهه ٿيل هٿيار افغان ويڙهاڪن لاءِ هئا ۽ انهن اينٽي ايئر ڪرافٽ ميزائل، اينٽي ٽينڪ ميزائل، ۽ لانگ رينج مارٽر شامل هئا. انهن ماهرن مطابق تباهه ٿيل هٿيار آمريڪا جي ڏنل ڪل هٿيارن جو ٽيون حصو هئا.

آمريڪا هن ڌماڪي کي سبوتاز سڏيو ميڊيا ۾ اهي ڳالهيون به هليون ته اهو ڌماڪو هٿيار ۽ خاص ڪري ميزائل ڪنهن ٽئين ڌر کي وڪڻڻ واري معاملي کي لڪائڻ لاءِ ڪرايو ويو هو بهرحال اصل حقيقت اڄا تائين راز بڻيل آهي.

اهو ڌماڪو صدر جنرل ضياء الحق ۽ وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي وچ ۾ هلندڙ ڇڪتاڻ واري زماني ۾ ٿيو جوڻيجو قومي اسيمبليءَ آڏو وعدو ڪيو هو ته انڪوائري رپورٽ عوام آڏو پڌري ڪئي ويندي ۽ جوابدارن کي سزا ڏني ويئي.جنرل ضياء جوڻيجي کي ڪمزور سمجهي وزيراعظم بڻايو هو پر هن جڏهن پنهنجا اختيار استعمال ڪرڻ شروع ڪيا ته ٻنهي جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. پهريون جهيڙو تڏهن ٿيو جڏهن ضيا جنيوا ناهه تي صحيح ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جوڻيجي مطالبو ڪيو ته اوجهڙي سانحي ۾ ملوث فوجي جنرلن کي سزا ڏني وڃي، پر ضيا ائين نه ڪيو. ڇاڪاڻ جو هو صدر چوندڄڻ جي باوجود فوج جو سربراهه هو ۽ هن پنهنجي تڪ ۾ پاڻ کي ڪمزور ڪرڻ نه ٿي گهريو.

جاچ ڪميٽيءَ رپورٽ جنرل ضياءَ جي ويجهي ساٿي جنرل اختر عبدالرحمان تي الزام مڙهيو ته هن آمريڪا وٽان افغان مجاهدن لاءِ ڏنل هٿيار جي گودام کي ڄاڻي واڻي ڌماڪي سان اڏايو آهي، ڇاڪاڻ جو آمريڪا جي بچاءَ واري ڪاتي جي هڪ ٽيم ڏنل هٿيارن جي آڊٽ لاءِ اچي رهي هئي.

جنرل ضياءَ ۽ جوڻيجي جي وچ ۾ آخري شو ڊائون 29 مئي 1988ع تي ٿيو جڏهن هن صدارتي اختيار استعمال ڪندي وزيراعظم جوڻيجي کي برطرف ڪري ڇڏيو.

اوجهڙي ڪئمپ مان اڏائل ميزائل راولپنڊي ۽ اسلام آباد جي مختلف علائقن ۾ پورجي ويا هئا. جيڪي اينڊڙ ڪيترن سالن تائين ظاهر ٿيندا ۽ ڦاٽندا رهيا، جن جي وڳهي بعد ۾ به جاني نقصان ٿيندو رهيو.

وزيراعظم جوڻيجي واقعي جي جاچ لاءِ هڪ فوجي ۽ ٻي پارلياماني ڪميٽي جوڙي. پارلياماني ڪميٽي اسلم خٽڪ جي سربراهيءَ ۾ جوڙي وئي هئي. جيڪا پنهنجي رپورٽ نه ڏيئي سگهي. فوجي ڪميٽي جنرل عمران الله جي سربراهيءَ ۾ هئي جنهن پنهنجي رپورٽ حڪومت کي ڏئي ڇڏي.

جنرل ضياء جي جهاز واري حادثي ۾ مرڻ کان پوءِ بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جون حڪومتون آيون، پر اهي ٻئي حڪومتون جنرل عمران جي رپورٽ شايع نہ ڪري سگهيون. جوڻيجي دور جي وزير دفاع نعيم احمد خان جو چوڻ آهي تہ ڪيس اها رپورٽ ملي هئي، پر جوڻيجي حڪومت جي خاتمي جي ڪري ٻئي ڏينهن هڪ ڳجهي اداري جا آفيسر سندس آفيس تي ڇاپو هڻي اها رپورٽ کڻي ويا. مشرف دور ۾ ڪجهه سينيٽرن اوجهڙي ڪيمپ سانحي جي جاچ رپورٽ شايع ڪرڻ جو مطالبو ڪيو هو، پر مشرف حڪومت اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو تہ عظيم تر قومي مفادن سبب رپورٽ جاري نٿي ڪري سگهجي.

**اوجهڻ**: مڇيءَ يا پکي جهلڻ لاءِ هڪ قسم جو رڇ. جيڪو نڙي وانگر ٿيندو آهي. هن جي هڪڙي چيڙي تي تنبو ۽ ٻئي چيڙي تي ننڍو ٻتيلو ٻڌبو آهي. تري ايندڙ مڇي يا پکوهن رڇ ۾ ڦاسي پوندا آهن.

**اوچتو ڦاٽ**: ٺٽي ضلعي ۾ سنڌونديءَ جو هڪ ڦاٽ. جيڪو 1907ع ۾ سنڌونديءَ جي مکيہ ڇوڙن ۾ شمار ٿيندو هو هي ڦاٽ اجا تائين موجود آهي. ٺٽي ضلعي جي ٻن شهرن ٻگهاڙ ۽ ڳاڙهي جي وچ مان لنگهي ٿو ۽ ڦرندو گهرندو ڪيٽي بندر وٽ سمنڊ ۾ ڪري ٿو اصل ۾ هي ڪوٽڙي الھ رکيي شاھ وٽان ڦُٽي، ڳاڙهي، گهوڙاٻاريءَ ۽ ڪيٽي بندر کان ٿيندو، ڪاري ڇاڻ تائين ويندو هو ۽ حجامڙي ڪاريءَ ذريعي سمنڊ ۾ داخل ٿيندو هو هن تي "اوچتو" نالو پوڻ جو سبب شايد درياھ جي اتان اوچتي ڦاٽ ٿيڻ جي ڪري پيو هجي. اڳي هيءَ شاهي وهڪرو هوندو هو، پر هاڻي اهو ننڍڙو ٿي ويو آهي ۽ نٿو وهي. البت ان ۾ برساتن ۽ سر جو پاڻي هوندو ئي هوندو آهي. ماڻهو مشين ذريعي اهو پاڻي ڇڪي، ان تي ڪيلو ۽ ٻي آبادي ڪن ٿا.

**اوچنگارون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب فيض محمد 'فيض' حيدريءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 155 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو ٻهريون، مرتضيٰ پبليڪيشن، حيدرآباد سال 1953ع ۾ ڇاپيو.

**اوڇڻ**: مٿان اوڇڻ جو ڪپڙو، مٿان وجهي سمهڻ جو ڪو ڪپڙو (چادر ۽ رلي وغيره). اونهاري جي مند ۾ مڇرن کان بچاءَ لاءِ مٿان اوڇڻ جي چادر، شال يا اجرڪ وغيره، سياري ۾ سوڙ کي بہ "اوڇڻ" ڪري ليکبو آهي.

**اوڍ**: ڪنهن ٻوٽي جي اُها ڏاري، جيڪا نوڙائي پرواريءَ زمين ۾ پوري ڇڏجي، جتان اها ڏاري پاڙ هڻي، ٻئي ٻوٽي جي صورت وٺندي آهي. گهڻو ڪري موتيي جي گُل جي ٻوٽي جي اوڍ لڳندي آهي.

**اوڌو داس**: هيءَ ڪافي گو شاعر هو جيڪو 1930ع ڌاري ٿي گذريو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپيل ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس ڪجهه ڪلام شامل آهي.

**اوڌو داس تاراچند، راءِ بهادر**: سندس اصل نالو اوڌو داس تاراچند چاٻڙيا هو. سندس جنم شڪارپور ۾ ٿيو شڪارپور جي سماجي تاريخ ۾، سندس نالو مٿانهون آهي. شڪارپور ۾ مندر روڊ اسپتال لاءِ بمبئيءَ مان ٻاويھ هزار ات سؤ چاهت رپيا چندو گڏ ڪري اسپتال جي تعمير جو ڪم شروع ڪرايائين. ڄاڻايل اسپتال جي تعمير لاءِ ڪيس وڏا ڪشالا ڪڍڻا پيا، ڇوتہ هڪ طرف ملڪي حالتون ٺيڪ نہ هيون، ٻيو تہ ورهاڱي وارين سياسي تحريڪن جي ڪري اوڌوداس، ذهني، اقتصادي ۽ روحاني طور ايترو سرگرم ٿي ويو. جو پاڻ


سنڌالاجيءَ ۾ رکيل اوڌو داس جو مجسمو

بمبئيءَ ۾ چندي گڏ ڪرڻ واري مهم دوران اچانڪ طبيعت جي خرابيءَ سبب "سرهري ڪشنداس اسپتال بمبئيءَ" ۾ بستري تي داخل ٿيو ائين پوءِ سندس طبيعت بگڙجندي وئي ۽ 17 جنوري 1943ع تي لاڏاڻو ڪيائين. سندس لاڏاڻي کان پوءِ، اسپتال جو انتظام سندس پٽ جي حوالي ٿيو پر ڪانئس انتظام نہ هليو آخر پهرين جولاءِ 1947ع تي اسپتال سرڪار جي تحويل ۾ آئي.

هن ديالو ۽ دانوير شخص جي نالي سان شڪارپور ۾ قائم اسپتال جي چانڊٺ جي هر ڏاڪي تي سندس نالو لکيل آهي، ان لاءِ سرڳواسيءَ جو چوڻ هو تہ مريض جڏهن منهنجي نالي کي لتاڙي اسپتال ۾ داخل ٿيندا تہ منهنجي روح کي آرام ايندو سرڳواسيءَ جو مجسمو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ رکيل آهي.

**اوڌو داس وشنداس پارواڻي**: اوڌو داس پارواڻي، سيٺ وشنداس جو پٽ هو جيڪو سال 1879ع ۾ ڄائو ۽ 1926ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. بيت، سورٺا، ڀڄن، شبد، غزل ۽ ڪافيون چيائين. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين واري ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**اوڏ**: هي قديم ماڻهو "دراوڙ" نسل مان آهن ۽ گهڻو ڪري گڏهن تي مٽي ڪڻڻ ۽ پٽين جوڙڻ جو ڪم ڪندا آهن. سندن انهيءَ ڪم کي "اوڏڪو ڪم" چوندا آهن. سنڌ ۾ اوڏ مسلمان بہ آهن تہ غيرمسلم بہ. راجپوتن وانگر هن نسل جون بہ نکون آهن. مثلاً راٺوڙ، پرمار، چوهاڻ ۽ ڀٽي وغيره. هنن جو پير رامديوَ آهي. اوڏن سان منسوب ڪيترائي ڪردار لوڪ ادب جو حصو آهن.

هي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي اڻ ڄاتل خاندان مان آهن. ڪن عالمن جو خيال آهي تہ هي سنڌ جا پراڻا راهواسي آهن. ٿي سگهي ٿو دراوڙي نسل جا هجن.

سنڌ ۾ اوڏ هنرمند، عمارت ساز آهن. ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. هاڻي هنن وٽ تعليم بہ ڪافي آهي، جيئل اوڏ مشهور سنڌي اديب آهي. اوڏ چون ٿا تہ اوڙيسا هندوستان وارو خطو اصل ۾ اوڏن ديس آهي. سندن اصل ٻولي اوريائي آهي. جي ائين آهي تہ هي اصل شايد دراوڙ آهن. هي 80 سيڪڙو سنڌي ۽ 10 سيڪڙو اردو ڳالهائين ٿا.

**اوڏڪي/ اوڏ** (Od): هي ٻولي اوڏ جي نالي سان بہ سڃاتي وڃي ٿي. هي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو بہ سمجهي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي مرهٽي ۽ گجراتيءَ سان مشابهت رکي ٿي. اوڏڪي ٻولي ڪافي لفظ مارواڙي ۽ پنجابيءَ کان بہ ورتا آهن. هن تي سنڌيءَ جو گهڻو اثر آهي. نحوي ۽ صرفي طور هي ٻولي 88 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ دادو، شڪارپور ۽ ٿٽوري جي اوڏڪيءَ سان ملي ٿي. 70 کان 78 سيڪڙو مارواڙي، ڍاٽڪي ۽ باگڙي ٻوليءَ سان هڪجهڙائي رکي ٿي. هي ٻولي سنڌي يا ديوناگريءَ ۾ ليکي وڃي ٿي.

هيءَ ٻولي سنڌ جي ٻهراڙين توڙي شهرن ۾، ڪجهہ پنجاب ۾، ٿي سگهي ٿو تہ هندوستان جي راجستان ۾ بہ هي ٻولي ڳالهائي ويندي هجي. 1998ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 50000 هزار ڳالهائڻ وارا موجود هئا.




**اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏ** (ڪتاب): هي ڪتاب ناماياري اديب ۽ محقق اشتياق انصاريءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي قديم اڻ آريائي قبيلي، اوڏن جي اصليت، رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ۽ ڪرت ڪسب جي ڪتا خوبصورت انداز ۾ بيان ڪئي وئي آهي. ڪتاب جي پيش لفظ ۾ ليکڪ لکيو آهي تہ هن ڪتاب ۾ دراصل ٻن دوستن جي سچي ڪهاڻي آهي، هڪ مسلم آهي

۽ ٻيو هندو. هڪ ٻئسي موٽرن وارو، ٻيومسڪين گڏهه تي مٽي ڍوئيندڙ. هڪ ٻڙهيل لکيل ۽ ٻئي ڪي ڪلهي تي ڪوڙر. پر ايتري طبقاتي اوچ نيچ جي باوجود دوستيءَ جو ڀرم رکڻ لاءِ هو هڪٻئي لاءِ الائي ڪيترين قربانيون ڏين ٿا. دنيا ۾ اهڙي مثالي دوستي ڏسي، فخر سان دوستيءَ جهڙي رشتي جو قسم کائي سگهجي ٿو.) هن ڪتاب ۾ ٿورو گهڻو اوڏن تي انيٿرا پالاجيڪل مطالعي جو اثر به محسوس ٿئي ٿو. ان ڏس ۾ ڪيترائي فوٽو پڻ ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جي آخر ۾ اوڏڪي ٻوليءَ جي عام لفظن جي سنڌي معنيٰ پڻ ڏني وئي آهي. 248 صفحن تي مبني هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا رکيل آهي. جٹن رنگن ٽائيٽل واري هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2004ع ۽ ٻيو ڇاپو 2009ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان ڇپيل آهي.

**اوڏڻ**: هيءَ گيت سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ عام رائج آهي. هن گيت جو تعلق "لاکي ۽ اوڏڻ" جي مشهور نيم تاريخي عشقيہ داستان سان آهي، جنهن ۾ ڄام لاکي، اوڏڻ جي سونهن تي موهت ٿي ساڻس شادي ڪئي هئي. شاديءَ بعد هن اوڏن کي مال دولت سان مالا مال ڪيو هو ڄام لاکي جي سخا ۽ اوڏڻ جي نهٺائي هن گيت جو مرڪزي مضمون آهي. اوڏڻ، ڄام لاکي جي سونن ڳهن کان انڪار ڪندي چئي ٿي ته:

"سين اوڏ، مٽيءَ جا ڪوڏ، ڪهڙو لاڏ اوڏڻ سان!"

هن گيت جون به روايتون مليون آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

وراٽي:

سين اوڏ، مٽيءَ جا ڪوڏ، ڪهڙو لاڏ اوڏڻ سان'
ڪهڙو لاڏ اوڏڻ سان، ڦٽو ڪر شان اوڏڻ سان.
اسان جو پڪڙن سان آهي پيار.....
سونيون ڌريون ٿو ڏيان، سڻ تون اوڏڻ ٻائي!
سي ته سُونهن تهنجي راڻين کي سڻ رلجي سائين!
سين اوڏ، مٽيءَ جا ڪوڏ، ڪهڙو لاڏ اوڏڻ سان.

**اوڊا**: هڪ ذات جو نالو جيڪا "اوڊو" نالي هڪ بزرگ جي نسبت سان سڏجي ٿي. هن ذات مان عتيقہ اوڊو ٿي. وي فنڪار ۽ ڪمپيئر مشهور آهي.

**اوڊاڻا**: ٿر ۾ رهندڙ سوٿهڙن جي هڪ ذات. لاڙڪاڻي طرف اوڊاڻا مسلمان به آهن.

**اوڊاڻو**: جيڪب آباد ضلعي جي تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان پنج ڳوٺ آباد آهن: (1) غلام محمد لاشاري، (2) اوڊاڻو ٻرڙو، (3) مغل ٻرڙو (4) غلام قادر لاشاري، (5) محمد نواز بروهي.

هن نالي سان تعلقي ڏيپلي جي ديهه "وِنگيءَ" ۾ ۽ تعلقي خانپور جي ديهه "بياراٽيءَ" ۾ جدا جدا به ڳوٺ پڻ آباد آهن. ديهه "وِنگيءَ" واري ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول به موجود آهي.

**اوڊاڻي**: تحفي طور پهرايل ڪپڙن جو وڳو جيڪو خوشيءَ جي موقعي تي مرشد، تحفي ڏيندڙ يا ڪنهن مربيءَ کي ڍڪائبو آهي، ان کي اوڊاڻي چئبو آهي.

**اوڊر**: سمن جي هڪ ذات، جيڪا اوڊر پٽ نوتيار پٽ نيت جو اولاد آهي.

**اوڏَرڪي**: تعلقي ڳونيءَ (ٽنڊي محمد خان) ۾ هڪ ديهه جو نالو

**اوڍڻي**: اها چادر، جيڪا شاديءَ وقت ڪنوار کي ڍڪائجي. اها خاص قسم جي چادر ٿيندي آهي.

**آورَ**: اهو پردو ۽ غدود، جيڪو ويم کان پوءِ مادي (عورت يا چوپائي) جي پيٽ مان نڪري، گهڻو ڪري چوپاين کي ڦر ڄڻڻ کان پوءِ پيٽ مان اور نڪرندي آهي. عورت جي اور دايون ڪنهن غيرآباد زمين ۾ پوري ڇڏينديون آهن، انهيءَ ڪري ته جيئن ڪُتا، ٻلا يا ٻيا جانور اور کائي نه سگهن. ڇوته اور انساني جسم جو حصو هوندي آهي. سنڌ ۾ اهو تصور آهي ته جنهن ڌرتيءَ ۾ انسان جي اور پوريل هوندي اها ڪيس اوس ڇڪيندي، اهو جنم ڀوميءَ سان اٽوٽ لاڳاپي جو اهڃاڻ آهي.

**اوراڻو**: ٻار کي سمهارڻ لاءِ مٺي آواز سان ڳايائڻ وارا ٻول. "ماتا" جي بيماريءَ ۾ مريض اڳيان "ماتا ديويءَ" کي راضي ڪرڻ جي گيت کي به اوراڻو چئبو آهي.

**اور موڙي** (Or muri): هي ٻولي اورمور (Ormur)، اورموئي (Ormui)، بارگستا (Bargista) ۽ بارڪي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي.

هي ٻولي ڪاني گرماني، لوگر (Logar) ۽ وينسي ٻوليءَ سان 27 سيڪڙو ۽ پشتو ٻوليءَ سان 25 سيڪڙي کان 33 سيڪڙو هڪجهڙائي رکي ٿي.

هي ٻولي پاڪستان ۾ ديرا اسماعيل خان، وزيرستان ۽ افغانستان جي باراڪي بارڪ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. پاڪستان ۾ هن جا 1000 ۽ افغانستان ۾، سال 2000ع ۾ هن جا 100 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هي موقوف ٻولي آهي. هي ٻولي هند- يورپي، هند- آريائي، براچي ٻولين جي شاخ مان آهي. هن ٻوليءَ تي درادي ٻولين جو اثر آهي. داردن وزيرستان تي جڏهن قبضو ڪيو هو ته اتي اورمڙي قبيلو آباد هو

**اورنگا بندر**: سامونڊي ڦتل بندر جا نشان سن 1060ھ (تذڪره اميرخاني) 1650ع (سيوهڻ صدين کان) جا آهن. هيءَ ماڳ تعلقي جاتي ۾ ڀڪار سير جي ڪپر تي آهي. مختلف تاريخدانن هن بندر کي جدا جدا نالن سان سڏيو آهي. اورنگا بندر جو بنياد 1650ع ۾ اورنگزيب وڏو هو بزرگ ابراهيم عرف ميان غوث البغوي والحموي ٺر درائي جنهن حضور جن جو وار مبارڪ آندو هو. جيڪو اڃا تائين شاهبندر جي ويران شهر ۾ موجود آهي(؟) ان جا وڏا 995ھ / 1586 تائين ديري ۾ رهيا ٿي، اهي 1012ھ / 1603ع ۾ اورنگا ۾ اچي آباد ٿيا (سن جو فرق تاريخدانن لاءِ توجهہ طلب آهي) 1699ع ۾ اليگزنڊر هئملٽن جڏهن ٺٽي آيو هو ته ان وقت بستا بندر ۽ اورنگا بندر سنڌ جا مکيہ بندر هئا..... جهاز رانن کي سختيءَ سان حڪم هو ته پنهنجا جهاز ٺٽين بندر تي آڻين. ٺٽون بندر ڪن نيڪ ماڻهن لاءِ به ڪشش جو باعث بنيو. پير لاکو، قاضي قطب الدين، حاجي قائم ۽ گل شاهه درويشن جا آستانہ ۽ مقبرا اتي آهن. 1941ع تائين هن شهر جا ڪنڊر چڱي حالت ۾ هئا (ٺٽو صدين کان). اورنگا بندر جنهن کي عالمگير (40- 1041ھ) جي مابين، سمنڊ مان ٺٽي ڏانهن هيٺ ايندڙ شاخ مٿان ٺهرايو هو سو غلام شاهه ڪلهوڙي جي زماني تائين آباد هو. ۽ ربيع الثاني 1172ھ (ڊسمبر 1758ع) ۾ هن شاهه ڳڙهه ۽ شاهه بندر آباد ڪيا. ان وقت اورنگا بندر کي ڦٽائي اتي جي ماڻهن کي وٺي اچي پنهنجي نو آباديءَ ۾ ويهاريو (اميرخاني). اهو بندرگاهه درحقيقت عالمگير اندروني وڳوڙن کي سامونڊي رستي سان منهن ڏيڻ لاءِ آباد ڪيو هو ۽ اهو خيال به هئس ته نفعو به ڪمائجي. عالمگير پنهنجو ذاتي جهاز هلائڻ شروع ڪيو هو.

**اورنگزيب (غازي)** (ناول): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو تصنيف ڪيل هي ناول ڊسمبر 1947ع واري هفتہ وار 'عبرت' جي خاص شماري جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو جيئن نالي مان ظاهر آهي، ڪتاب ۾ مغل شهنشاهه محي الدين اورنگزيب عالمگير جي حياتيءَ ۽ فتوحات جو احوال آهي. 167 صفحا قيمت هڪ رپيو ٻارنهن آنا اٿس. هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**اورنگزيب جو انصاف** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 69 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. اسلاميہ دارالاشاعت، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپيو

**اورنگزيب عالمگير:** اورنگزيب عالمگير مغل سلطنت جو مشهور شهنشاهه ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو محي الدين هو. ڪيس پيءُ شاهجهان. اورنگزيب جو خطاب ڏنو هو. اورنگزيب 3 نومبر 1618ع تي مالوه جي سرحد ۾ پيدا ٿيو. سندس ماءُ جو نالو ارجمند بانو هو. ارجمند بانو، 'ممتاز محل' جي نالي سان مشهور آهي.



جڏهن اورنگزيب جي ڄمار 2 سال هئي، تڏهن سندس ڏاڏو جهانگير بادشاهه هو. جنهن خلاف شاهجهان بغاوت ڪئي. هو ٻارن سميت بنگال آيو. جتي چار سال رهڻ کان پوءِ هن معافي ورتي پوءِ اورنگزيب جي پرورش نورجهان ڪئي. اورنگزيب جي ڀاءُ جو نالو دارا شڪوه هو.

اورنگزيب ان وقت جي مشهور عالمن وٽ تعليم حاصل ڪئي ۽ قرآن شريف به حفظ ڪيائين. ساڳئي وقت فوج ۽ ادب سان چاهه به هئس. هن فارسيءَ ۾ ڪيترائي مضمون لکيا. 1636ع کان هن باقاعدي فوج جي ڪمان سنڀالڻ شروع ڪئي. پهرين دڪن ۾ هو جتي هن بغاوتون ختم ڪيون ۽ ٻيا به ڪارناما سرانجام ڏنا. جڏهن شاهجهان بيمار ٿي پيو ته داره شڪوهُ حڪومت جو انتظام سنڀاليو. جنهنڪري مختلف هنڌن تي الڳ بادشاهتون قائم ٿيون. پر اورنگزيب به مات ڪري نه ويٺو هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ، مراد کي ساڻ ڪري حڪومت تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. 1957ع ۾ شاهه جهان بيمار ٿيو ته سن 1658ع ۾ اورنگزيب ڪيس هڪ محل ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ تخت تي ويهي رهيو. 1659ع ۾ اجين وٽ اورنگزيب ۽ داراشڪوه وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ اورنگزيب کي فتح حاصل ٿي.

حقيقت ۾ داراشڪوه صوفي خيال رکندڙ هو تنهنڪري هن کي سلطنت هلائڻ يا جنگي ۽ سياسي حرفتن هلائڻ جو ڍنگ ٿي ڪونه ايندو هو جڏهن ته اورنگزيب بظاهر ته وڏو عالم ۽ روزي نمازن جو پابند هوندو هو ان سان گڏ سيني قسمن جي حرفتن، ۽ ڪيڏن جو به ماهر هوندو هو هن پهريائين ته پنهنجن وڏن ڀائرن، يعني دارا ۽ شجاع کي پاڻ ۾ ويڙهايو ان وقت تائين پنهنجي ننڍي ڀاءُ مراد کي پنهنجي ساٿ ۾ رکيائين. جڏهن سندس ٻئي وڏا ڀائر فوت ٿيا، ته پوءِ ننڍي ڀاءُ مراد کي به قيد ڪري مارائي ڇڏيائين.

اورنگزيب، فنون لطيفه ۽ ادب کي وڏي پيماني تي اپاريو ملڪ مان مختلف برايون ختم ڪرايائين. 1665ع ڌاري آسام، چاٽگانگ ۽ بهار جا علائقا فتح ڪيائين. ان کان سواءِ ڪيترين بغاوتن به ڪچليائين. تان جو 1687ع تائين سموري هندستان تي مغل بادشاهت قائم ٿي وئي. هن کي ادب سان به لڳاءُ هو. درٻاري مورخن ٻاران سندس لاءِ عام طرح مشهور آهي ته سرڪاري خزاني مان ذاتي خرچ نه ڪندو هو پرهيزگار ۽ نيڪ هو سندس خط "خطوط رقعات عالمگير" جي نالي سان ترتيب ڏنا ويا آهن. سندس ڪتاب "فتاويٰ عالمگيري" به وڏي مشهوري ماڻي. اورنگزيب عالمگير 3 مارچ 1707ع تي وفات ڪئي.

**اورنگزيب مسجد:** مغل دور جي هيءَ مسجد روهڙي شهر جي ڏکڻ ۾ روهڙي ريلوي اسٽيشن جي اوڀر ۾ آهي جتي مٽيءَ جي قلعي ۾ هڪ مسجد جا ڊٺل آثار ڏسجن ٿا. جيڪا اورنگزيب مغل جي حڪم تي يعقوب علي شاهه رضوي ٺهرائي. ٺٽي جي جامع جيتري ئي ماپ 100x150 فوٽ ڊيگهه ويڪر ۾ آهي. هن مسجد ۾ 2x2x1 جون ڪچيون سرون ڪتب آندل آهن. مسجد ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اندريون حصو وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. مسجد جي مٿان 3 خوشنما گنبذ هئا. جيڪي ڊهي چڪا آهن. خوبصورت محراب ۾ ڪاشيءَ جو ڪم ڪٿي ڪٿي نظر اچي ٿو مسجد کي ڪل چار منارا هئا، جيڪي به ڊهي ويا آهن. Ancient Sindh ۾ لکيل هڪ مقالي ۾ محترمه مستور بخاريءَ لکيو آهي ته 1980ع ۾ مسجد ڪافي ڊهي چڪي آهي. ٻر هڪ حصو اجا ڏسڻ جهڙو هو. پٽين تي ڇهن محرابن جا نشان، ۽ انهن جون ونگون سلامت هيون. پر 1998ع ۾ مسجد کي وڏو نقصان ٿيو هو. رهيل پٽ جو ڪجهه حصو به ڪري چڪو هو. صرف هڪ محراب ونگ سان موجود هو

**اورنگي:** ڪراچيءَ جي صنعتي علائقي اورنگيءَ ۾ ڪراچيءَ کان منگهي پير طرف ستين ميل پٿر تي قبل از تاريخ ماڳ آهي. هي ڪو قديم نشان/ دڙو آهي. اورنگي ۾ منگهي پير واري چشمي جي ڏکڻ- اوڀر ۾ ٻنجر ۽ وارياسي زمين جي ٽڪريءَ ۾ ڪي وٿون مثلاً چقمقي پهڻ جي اوزارن جا ٽڪر ۽ ٺڪرائو وغيره مليو آهي. جيڪو قبل از تاريخ سان واسطو رکي ٿو. اڻ چٽيل ٺڪرائو ۽ ٽانوَ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا. کوٽائيءَ کان سواءِ هن ماڳ جي وقت جو تعين ڪرڻ ڏکيو آهي. هيءُ ماڳ هن وقت قبضن جو شڪار ٿي چڪو آهي. بنگلہ ديش ٺهڻ کانپوءِ اتان لڏي آيل بهارين کي وڏي پيماني تي آباد ڪيو ويو. هن وقت اها پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي ڪچي آبادي آهي.

**اوريا/ اُڙيا** (Oriya): هي ٻولي اُريا (Uriya)، اُتڪلي (Utkali)، اوڊڙي (Odri) اوڊرم (Odrum) اوليا (Oliya) اوڙيسا (Orisa) واديا (Vadiya) ۽ يڌيا (Yudhiya) جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي.

مغل بندي (Mughal bandi) اوريا جو معياري لهجو آهي. ڏاکڻي اوريا، اترين اوريا، الهندي اوريا، جنهن کي سمبل پوري به چون. اتر بلاسور (Balasoore) اوريا، مدناپوري اوريا، هلبي (Halbi). هر لهجي کي وري ننڍا ننڍا لهجا آهن.

هيءَ ٻولي هندستان جي اوڙيسا، جهار کند، رانچي ضلعن ۾، ڇتيس ڳڙهه، راءِ ڳڙهه، راءِ پور، بستار ضلعن ۾، اولهه بنگال، مدنيپور ضلعن ۾ آسام، آنڌرا پرديس کان سواءِ بنگلاديش ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هندستان ۾ هن جا ڳالهائيندڙ 31666000 ڪن ٿيندا.

هڪ خيال آهي ته هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ٻولين جي مشرقي خطي جي شاخن مان آهي. جڏهن ته ٻئي خيال موجب دراوڙي آهي. هيءَ ٻولي اوريائي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي اصل ۾ اوڏن جي ٻولي آهي. هڪ خيال آهي ته اوڙيسا، اوڏر ديش کي چون ٿا. اوڏن جي سنڌ ۾ موجودگيءَ سبب چئي سگهجي ٿو ته هيءَ ٻولي سنڌ ۾ به ڳالهائي ويندي آهي، پر ان تي سنڌيءَ جو گهڻو اثر آهي.

**اوريائي لپي** (Oriya Script): هيءَ پڌي حرفي نموني جي لکت آهي، جنهن ۾ وينجنن کي سپاويڪ حرف علت / لاڪنو "ا" گڏيل هوندو آهي ۽ ٻيا لاڪنا مختلف اعرابون ذريعي ظاهر ڪيا ويندا آهن. حرف علت/ لاڪنا (vowels) الڳ اکري صورت ۾ ٿين. هيءَ لپي اصل ۾ برهمي خط مان نڪتل آهي. جنهن

جي پهرين صورت بنگالي آهي. ان مان اوريائي لپي به نڪتي آهي. بنگالي ٻولي ڏکڻ ايشيا جي اتر وارين ٻولين جي سٽ مان آهي. هن لکت جا اکر (Characters) خاص نموني جا آهن. هيءَ لکت گهڻو وقت ڪجيءَ جي وڻ جي پنن تي لکي وئي هئي، جنهنڪري اکر گول ۽ سوڙها ٿي ويا آهن. هن لپيءَ کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو 1- برهمي لکت، جيڪا گهڻو ڪري ڪجيءَ ۽ ناريل جي پنن تي لکي ويندي هئي. 2- ڪراني: هي لکت جو نمونو اڄڪلهه رواج هيٺ آهي. 3- گنجامي يا مدراسي: هن لکت جي نموني ۾ اکر وڌيڪ گولائيءَ ڏانهن مائل آهن. هي نمونو تيلگو لپيءَ کان گهڻو متاثر آهي.

هيءَ لپي دراوڙي ديس اوڙيسا يا اوڏر ديس ۾ لکي وڃي ٿي. هن لکت جا نشان 12 صدي عيسويءَ کان ملن ٿا ۽ اڄ تائين لکي وڃي ٿي. هن لپيءَ ۾ وينجن جو تعداد 46 آهي، جڏهن ته حرف علت/ لاڪنا (Vowels) 10 عدد آهن. لپيءَ جو نمونو هي آهي:

اوريائي لپي جو نمونو:

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ଅ a | ଆ ā | ଇ i | ଈ ī | ଉ u | ଊ ū |
| ଋ r | ଏ e | ଐ ai | ଓ o | ଔ au | |
| କ ka | ଖ kha | ଗ ga | ଘ gha | ଙ na | |
| ଚ ca | ଛ cha | ଜ ja | ଝ jha | ଞ ña | |
| ଟ ta | ଠ tha | ଡ da | ଢ dha | ଣ na | |
| ତ ta | ଥ tha | ଦ da | ଧ dha | ନ na | |
| ପ pa | ଫ pha | ବ ba | ଭ bha | ମ ma | |
| ଯ ya | ର ra | ଲ la | ଵ va | | |
| ଶ śa | ଷ sa | ସ sa | ହ ha | | |

**اوريڪ**: طوفان سان گڏ سخت مينهن، هوا سان گڏ برسات جو سخت وسڪارو. طوفان سان گڏ زوردار هوا ۽ اهڙو مينهن، جو رڳو برسات جي اڇ نظر اچي ۽ رکي رکي هوا جا چوها لڳن. جيڪي مينهن جي وسڪاري ۾ لهريون پيدا ڪن ۽ مينهن بند ٿيڻ جو نالو ئي نه وٺي.

**اوڙ**: ٻني کيڙڻ يا هر ڏيڻ وقت ڇونيءَ سان هڪڙي ٻني کان ٻئي ٻني تائين جيڪو ڇونيءَ جو گيهو يا رهڙو اچي، تنهن کي اوڙ چئبو آهي. جديد طريقي سان پوک ڪرڻ لاءِ هڪڙي ايڪڙ ۾ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه اوڙون ڏيندا آهن.

"اوڙ سِڌي جڻ سينڌ سجڻ جي"

(امداد حسيني)

**اوڙاهه**: اونهو پاڻي، درياهه يا سمنڊ جي تمام اونهو ۽ اجهاڳ پاڻيءَ وارو هنڌ. ڪُنُ.

**اوڙاهه**[2] (ناول): هي سنڌي ٻوليءَ جي مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار غلام نبي مغل جو پهريون ناول آهي. هن ناول جو بنيادي پسمنظر بيان ڪندي خود ليکڪ لکي ٿو ته "سنڌ جو سڀ کان وڏو مسئلو اهو آهي ته سنڌين جو شهرن ۾ هيٺيون وچولو ڪلاس ۽ وچولو ڪلاس صدين کان وجود ۾ نه رهيو آهي ۽ هاڻي اڄڪلهه جڏهن سنڌ جي وجود جي بقا جي جنگ وڙهجي پئي ته اسين سنڌي شهري وچولي ڪلاس جي نه هئڻ ڪري، بقا جي ويڙهه ۾ هڪ اهڙي عذاب، اوريڪ ۽ اوڙاهه منجهه اڙجي ويا آهيون، جو لڳي ائين پيو





ته شايد تاريخ جي پنن تان ميسارجي نه وڃون. سمن جي بادشاهت جي خاتمي سان گڏ سنڌ شعوري طور ديهي علائقن ۾ ورهائجي وئي يا ڏاڍ ۽ جبر جي استعمال سان ائين ڪيو ويو."

ان نموني ارغون، ترخان ۽ مغل دور ۾ وچين ڪلاس ۽ ان سان گڏ ڪمين ڪاسبين کي جنهن خوني عمل سان شهرن مان تڙي يا ماري ڪڍيو ويو اهو عمل ٽن سئو سالن کان برقرار آهي ۽ سنڌ کي سياسي، اقتصادي ۽ تهذيبي طرح ٻوٽي ڏکڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. هن ۾ ورهاڱي (1947ع) جي لڏپلاڻ ، ون يونٽ واري زماني ۾ سنڌ ۾ ٻاهرين جي آبادڪاريءَ سان گڏوگڏ سنڌ جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو موجوده وچولي طبقي جي اپرڻ يا ان جي جدوجهد جو ذڪر ڏنل آهي. ناول اوڙاهه ان سموري تاريخي جاکوڙ بابت آهي. جنهن ۾ سنڌ جي ڇهن سئو سالن جي سوشيو پوليٽيڪل تاريخ بيان ٿيل آهي. ڪن نقادن ناول ۾ هندو وچولي ڪلاس بابت ڏنل ڄاڻ سان اختلاف ڏيکاريو آهي، پر هي ناول سنڌ جي سماجي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ تي پهريون مڪمل ناول آهي. هن 402 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري ڊيمي سائيز ناول جي قيمت 200 رپيا آهي ۽ نيو فيلڊس پبليڪشن حيدرآباد جو ڇپيل 185 نمبر ڪتاب آهي.

**اوڙاهه**[3] (ناول): حليم بروهي نه رڳو اُهو اديب آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ مزاحيه ادب کي نئون موڙ ڏنو پر هن جي تاريخ، فلسفي، سماجيات ۽ سياسيات تي به گهري نظر رهي آهي. ان سان گڏ هو فڪشن (Fiction) تي به عبور رکي ٿو هن 1975ع واري ڏهاڪي ۾ "اوڙاهه" نالي سان ناول لکيو. جيڪو ڪرائون سائيز ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو هو هيءَ ناول هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي ڪهاڻيءَ تي ٻڌل آهي، جيڪو چرئي ٿيڻ جي ويجهو آهي. هو پنهنجي نفسياتي ڇيد ڪرڻ لاءِ ماضيءَ ۾ جهاتي پائي ٿو ۽ ٻوءِ ماضيءَ جون ڪڙيون کلنديون وڃن ٿيون. جنهن ۾ هن جي ذهني ڪئنواس تي ڪيترا ڪردار ۽ خاص ڪري عورت ڪردار اُڀري اچن ٿا. جيڪي سندس زندگيءَ سان لاڳاپيل آهن.

**اوڙو**: سنڌ ۾ چيٽ ۽ ڪتيءَ جي موسمن ۾ پڪيءَ پوکي کي پکين جي جهار ۽ جهنگلي جانورن جي نقصان کان بچائڻ لاءِ ٻنيءَ ۾ صليب وانگي به ڪاٺيون ٺاهي جوڙي، مٿان ماٽو رکي، ڪاٺين کي پهراڻ/ قميص پارائي، ماڻهوءَ جي روپ ۾ اُڀو ڪري بيهاريو ويندو آهي. اُن کي "اوڙو" ڪوٺجي ٿو

سنڌ جي نالي واري شاعر نياز همايوني، "اوڙو" نالي سان هڪ جديد لوڪ گيت ٺاهيو آهي، جنهن جا ٻول ڪجهه هن ريت آهن:

اُوڙو منهنجو نانءُ
ڏيرو ڏيل نه ڏاڍو ڏانءُ.
اُوڙو منهنجو نانءُ

**اوزار**: تاريخ جي دور کان اڳ انسان پٿر جا اوزار استعمال ڪندا هئا. جهڙوڪ: پٿر جا ٺهيل مترڪا ۽ ڪهاڙا وغيره. ان کان پوءِ لوهه جو دور آيو ته انسان بيشمار اوزار ايجاد ڪيا. جهڙوڪ: ڇُري، ڪئنچي، ڏاٽو، ٻيلچو، ڪهاڙي، ڪوڏر، واهلو ۽ ڪُرپي وغيره. اُهي هٿ سان استعمال ٿيندا هئا ۽ هاڻي به انهن جي اهميت اهائي آهي. ان کان سواءِ هاٿوڪي دؤر ۾ بجليءَ جا اوزار به ايجاد ڪيا ويا آهن. جن سان انسان جي توانائي، پئسو ۽ وقت بچي ٿو موجوده وقت ۾ هلندڙ اوزارن جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

هر ڪنهن هنرمند يا ڪاسبيءَ جي ڪم جا اوزار جدا جدا هوندا آهن. ڪي اوزار ته گهڻو ڪري ساڳيائي ڪم ۾ ايندا آهن، باقي گهڻا ئي الڳ هوندا آهن. جيئن ته:

واڍڪي ڪم جا اوزار: ڪارائي، واهولو، مترڪي، انبوري،سرائي، رندو ۽ پيچ

ڪش وغيره.

**رازڪي ڪم جا اوزار:** تيشي، وڏي چوناري، ننڍي چوناري، مستر، ليول، شاهُل، تغاري، ڪوڙر، بيلچو ۽ ڪوازا وغيره.

**ڪنڀارڪي ڪم جا اوزار:** چَڪ، ٺپڻيون، ڪُنيرا ۽ آوي وغيره.

**لوهارڪي ڪم جا اوزار:** انبور، چيڻي، وڏاڻ، اڳي سنداڻ، ڪورو ۽ ڌمڻ وغيره.

**سونارڪي ڪم جا اوزار:** ڏِيو ڦُوڪڻي، ريھ ۽ چِٺو وغيره.

**حجامڪي ڪم جا اوزار:** ڪئنچي، نهيرڻ، ڦڻي، وارن جي مشين، پاني، آرسي، نچڪڻو ۽ پوتڙو وغيره.

**وينجهرڪي ڪم جا اوزار:** سيراڻ، مَلَ، چُستَ، لاڪ، رانجهن ۽ ابرڪ وغيره.

اهڙيءَ طرح موٽرن، ريڊين، ٽي وي وغيره هر هڪ ڪم جا جدا جدا اوزار ٿيندا آهن.

**اوزون** (Ozone): اوزون گئس، آڪسيجن جي ٽن ائٽمن جي ملڻ سان ٺهي ٿي. اوزون جو تهہ، اوزن گئس جو ڦهليل هوندو آهي. اوزون جو وڌ ۾ وڌ مقدار ڌرتيءَ جي مٿاڇري کان 15 کان 60 ڪلو ميٽر مٿي، ڌرتيءَ جي چوڌرد ڇَتَ جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن کي ”اوزونو اسفيئر“ (Ozonosphere) سڏيو ويندو آهي.



اوزون جو تهہ سڀ کان پهرين هڪ فرانسيسي، علمِ طبعي جي ماهر ”چارلس فئبري“ 1913ع ۾ لڌو. هوا جي هڪ ملين حصي ۾، اوزون هڪ حصي جي حساب سان موجود ٿئي ٿي، ايتري ٿچ مقدار ۾ موجود هوندي بہ سج جي ساڙيندڙ الٽرا وايو ليٽ ڪرڻن کي اثرائتي نموني جذب ڪري، زمين تي پهچڻ نٿي ڏئي. قدرتي طور جڏهن سج جا الٽرا وايوليٽ ڪرڻا وايومنڊل ۾ موجود آڪسيجن سان لڳن ٿا، تڏهن ”اوزون“ پيدا ٿئي ٿي. سج جي روشنيءَ ۽ وايومنڊل ۾ قدرتي طور موجود نائٽرس آڪسائيڊ جي مختصر مقدار کان سواءِ ڪن ڪيميائي مادن جي موجود هجڻ سبب گهڻو وقت جٽادار رهي نٿي سگهي. ائين قدرتي وايومنڊل ۾ ”اوزون“ جي ٺهڻ ۽ ڊهڻ جو عمل ۽ نفيس توازن برقرار رهي ٿو. اوزون جو ڇت سج جا 99 سيڪڙو ڪرڻا جذب ڪري ڇڏي ٿو جيڪي هونئن انسانن، جانورن ۽ ٻوٽن لاءِ موتمار ثابت ٿي سگهن ٿا، جڏهن تہ منجهانئس سج جا انفراريڊ ترورا ٽپي، زمين کي گرمائش پهچائين ٿا.

ايئر ڪنڊيشنرن ۽ ريفريجريٽرن کان سواءِ اسپري ڏبن، جهڙوڪ: وارن جي اسپري، خوشبوءِ پکيڙيندڙ ۽ ايئرفريشنرن ۾ استعمال ٿيندڙ فيران گئس، اوزون جي تهہ کي ڳاري ڇڏي ٿي. ڏهہ سال اڳ جي هڪ اندازي موجب هن گئس جا لڳ ڀڳ 17000,000,00 پائونڊ هر سال وايومنڊل ۾ خارج ٿين ٿا. ’اوزون‘ جي تهہ ۾ وڌ ۾ وڌ اوزون، قطبن وٽ ۽ گهٽ ۾ گهٽ خط استواوٽ موجود آهي.

اوزون جي تهہ ۾ جيتري وڌيڪ ڇداڻ ٿيندي، اوترا سج جا الٽرا وايوليٽ ڪرڻا وڌيڪ مقدار ۾ ڌرتيءَ تي پهچندا ۽ اوترين بيمارين جهڙوڪ، چمڙيءَ جي ڪئنسر ۽ اک جي موتئي پاڻيءَ جون بيماريون وڌنديون ۽ جانورن سميت ٻوٽا متاثر ٿيندا. هڪ اندازي موجب اوزون جي تهہ ۾ صرف 5 سيڪڙو ڇداڻ سبب سڄيءَ دنيا ۾ هر سال رڳو چمڙيءَ جي ڪينسر ۾ 50 لکن کان وڌيڪ ماڻهو مبتلا ٿي سگهن ٿا.

**اوسارا:** پار ڪيڻ يا ماتم ڪرڻ. سنڌ ۾ جڏهن ڪنهن گهر ۾ مرتيو ٿيندو آهي تہ تڏي تي بہ عورتون، جن مان هڪ مرڻ واري جي ويجهي مائٽياڻي هوندي آهي ۽ ٻي راج پاڳ واري، اُهي پاڻ ۾ ڳراٽڙي پائي، پار ڪيءِ اوسارا ڏيندين آهن ۽ ٻيون چار عورتون وراڻيءَ ۾ اوچنگار ڪندي ورجاءَ ڪنديون آهن.

سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ اوسارا پڻ هڪ صنف جي حيثيت رکن ٿا. ريتين رسمن ۾ مت مائٽ جي مرڻ تي ۽ محرم جي ماتمي مجلسن ۾ پڙ سان گڏ يا ماتمين سان گڏ اوسارا ڏيڻ جو رواج آهي.

اوسارن ۾ وچڙي ويل جون صفتون ۽ ڳڻ ساريا ويندا آهن ۽ پنهنجي قربت جي اهميت جو پڻ بيان ڪيو ويندو آهي. خاص ڪري جڏهن ڪنهن نوجوان مرد، جيڪو غيرشادي شده يا شادي شده هجي، ان جي مرڻ تي اوسارڻ جو انداز هاڻ ڏاريندڙ هوندو آهي.

محرم ۾ حضرت قاسم بن حسن عليہ السلام جي لاءِ پڻ اهڙي ئي قسم جا اوسارا اوساريا ويندا آهن. مثال طور:

”موڙن ويلي ماريس ڙي
واڍوڙيل وري آئا“
”الا هاءِ هاءِ، جن جي عرش مٿي اوچنگار“.

**اوستا:** هڪ ذات جو نالو. اوستا پاڻ کي سومرن جي شاخ ظاهر ڪن ٿا، جن جي ماضيءَ ۾ ڪرت، تعميرات ۽ عمارت سازي رهي آهي. جيڪب آباد تعلقي ۾ اوستا، وڏين زمينداري جا مالڪ رهيا آهن. سندن چوڻ آهي تہ انگريزن جي دور ۾ اوستي پليڏني خان کان انگريزن گهٽوٽي تعميراتي ڪم ڪرايو ۽ ڪيترين ئي عمارتون جوڙايون هيون. موجوده ڪپڙا مارڪيٽ ۽ گهنٽا گهر بہ انهن ۾ شامل آهن. انهن جي عيوض ۾ انگريزن اُستي پليڏني کي زرعي زمين عطا ڪئي. هُن پليڏني آباد جو شهر هڏي زمينون آباد ڪيون. جتان سندس پويان زميندار بڻيا. بعد ۾ اوستي ڪريم ڏني خان مسجد ٺهرائي ۽ اُن سان گڏ ديني مدرسو قائم ڪيو. انهيءَ کان سواءِ 500 جريب زمين جا خيراتي ڪمن لاءِ وقف ڪيا، جن جي اپت مان هر سال ڪيترائي مستحق ماڻهو حج تي اماڻيا ويندا هئا. ان جي نياڻي درمحمد خان اوستي سان پرڻيل هئي، جيڪو ون يونٽ دور ۾ ۽ ان کان پوءِ سنڌ جو تعليم وارو صوبائي وزير بڻيو.

اڳ اُوڏن جي بيان ۾ چيو ويو آهي تہ اوستا ۽ اوڊا، اوڊي بزرگ جا مريد هئا، تن کي هن تر جي وڏي زميندار مرڪياڻيءَ، ڏيءَ پرڻائي ملڪيت جو اڌوڳ ڏنو هو سا ملڪيت اوستي محمد خان کي ملي هئي، تنهن وچي اوستي محمد جو شهر وسايو. ان کان علاوه اوڊي بزرگ جي خليفي هئڻ ناتي اوستو تلفظ ڦيرائي اوستا ڪوٺجڻ لڳا. هن وقت اوستا جيڪب آباد کان وڌيڪ شڪارپور ۾ آباد آهن. پر وڏيون ملڪيتون جيڪب آباد ۾ ائن.

عام معنيٰ ۾ ”اوستو“، اُستاد، ڪاريگر کي چيو ويندو آهي.

**اوستو سچيڏنو:** واڍڪي ڪم جو مشهور ڪاريگر ٿي گذريو آهي. ڪيس تي پائر هئا. اوستو گل محمد، اوستو احمد ۽ اوستو چنو چارئي پائر ڪوٽڙي شهر ۾ واڍڪي ڪم جا شهہ ڪاريگر هئا. ۽ پنهنجي فن، قابليت ۽ ڪاريگريءَ جي ڪري عزت جي نگاهن سان ڏٺا ويندا هئا. جهونن جو چوڻ آهي تہ اوستي سچيڏني جو جسم گويا فولادي هو. هُو پهلوان مڙس هو جن اوستي سچيڏني کي ڏٺو، تن جو چوڻ آهي تہ پاڻ چانديءَ جي ريٽي کي آڱوٺي جي زور سان جڏهن مهتيندو هو تہ روپئي جا اکر ڊهي ويندا هئا. سندس وفات کي ڪيترائي ورهيہ ٿي ويا آهن، پر اج تائين مقامي ماڻهو اوستي سچيڏني کي ياد ڪندا آهن.

**اوسَرُ:** شڪار جي اصطلاح ۾ جهنگ جا ٻئي پاسا يا گهٽ بند ڪري، چوڏهين پاسي کان شڪار کي تڙي اندر آڻي ڦاسائيندا آهن. شڪار جي انهيءَ طريقي کي "اوسر جو شڪار" چوندا آهن.

**اوسو:** سخت ٿڌ اُس ۾ وهنجڻ سان هيءَ بيماري ٿيندي آهي ۽ جسم ۾ تپش سبب هر گهڙيءَ وهنجڻ يا پاڻيءَ ۾ پوڻ جي خواهش ٿيندي آهي. مينهُن کي اوسو ٿيندو آهي ته پاڻيءَ ۾ ويهنديون آهن.

**اوطاق:** هيءَ ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو گهر جي جاءِ کانسواءِ ٻاهر ڪچهري ڪرڻ يا ويهڻ واريءَ جاءِ کي چئبو آهي. انهيءَ کي "مهمان خانو" به چئجي، جيئن:

"اچين جي اوطاق، مون سارينديَ سپرين."

سنڌ ۾ گهڻو ڪري هرهڪ ڳوٺ جي چڱي مڙس جي اوطاق هوندي آهي، جنهن ۾ آئي وئي ديسي پرديسي مهمان جي پرگهور ڪئي ويندي آهي.

**اوغانُ:** هڪ قسم جي راڳڻي (جنهن ۾ سنڌي ڪافيون ڳائجن). پيلو راڳڻيءَ سان ملندڙ هڪ راڳڻي.

**اوقافُ:** خيراتي ڪمن جي جائداد وغيره، خيراتي جايون وغيره جيڪي خير جي ڪمن يا مذهبي ڪمن لاءِ وقف هجن (جهڙوڪ: مسجدون، مقام، مسافرخانا وغيره) تن جي سنڀال ڪندڙ کاتو. اوقاف عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو انهيءَ قسم جي جائداد بابت استعمال ٿيندو آهي، جيڪي هميشه لاءِ خيراتي ڪمن لاءِ وقف ڪيل هجن. هن وقت سنڌ جون اڪثر وڏيون درگاهون اوقاف کاتي جي حوالي آهن.

**اوڪراڙو:** هن نالي سان ضلعي ٿرپارڪر ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه ۽ جدا جدا ڳوٺ آباد آهن: جهڙوڪ، تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه موجود آهي، جنهن ۾ چوڙيل، ٻٽاناگري، اوڪراڙو، واڊاٽا ۽ گوگاويري ڳوٺ آباد آهن. ٻيو ڳوٺ تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه "اوڪراڙي" ۾ آهي، جتي هڪ مڊل اسڪول، ٽي ٻوائز پرائمري ۽ هڪ ڇوڪرين جو پرائمري اسڪول موجود آهن. ٽيون ڳوٺ تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه "ڪپلور ٽڙ" ۾ آهي، هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**اوڪَڙُ:** ڪارَ ۽ صابڻ جو ڪڙهيل پاڻي، جنهن ۾ ميرا ڪپڙا ٽهڪائي ڌوئجن. گهرن ۾ ڪپڙا ڪنب تي چاڙهڻ جو طريقو هن طرح آهي ته چُلهه تي راڳي جي ليپي سان فِٽ ٿيل ڪڙاهيءَ ۾ ڪار، صابڻ ۽ ٻيو ڪو مصالحو وجهي، ان ۾ ڪپڙا وجهي ٽهڪائيندا ۽ ٿوريءَ دير لاءِ ڇڏي ڏيندا آهن ته جيئن ڪپڙا مصالحي ۾ رچي مير ڇڏي وڃن. ڪار صابڻ وارو پاڻي، جنهن کي 'اوڪڙ' چون، اُهو پاڻي ٻيو ڀيرو ۽ ٽيون ڀيرو به ڪم ايندو آهي يعني ته اوڪڙ واري پاڻيءَ ۾ ٻيا ڪپڙا وجهبا ته اُهي به ڌوپجي صاف ٿيندا.

**اولَ:** پاڻيءَ جي وهڪري (درياهه يا واهه) ۾ لڙهندڙ گند ڪچرو. عام طور تي درياهه ۾ ڪرندڙ وڻ، ڪاٺ، ڪک ۽ پن وغيره پيا لڙهندا آهنُ. پوءِ اهو ڪچرو درياهه جي ڪنهن گهنڊيءَ ۾ ڪري، يا وهڪري جي گهٽجڻ ڪري گهُمري ۾ اچي، ڪنهن هنڌ نِنڊي پاڻي ۾ بيهي رهندو آهي. انهيءَ گڏيل ڪچري کي 'اول' چوندا آهن. ڪن جاين تي 'اولڙ' به چون.

**اولَ**[2]: ضمانت طور ڏنل ماڻهو يا عيوضي. اڳ ۾ حاڪمن جو اهو رواج هوندو هو ته ٻن ڌرين ۾ جنگ کان پوءِ هارائيندڙ ڌر ٽي ڏنڊ وڏو ويندو هو ۽ ڏنڊ جي ادائگيءَ تائين بادشاهه جي ويجهي عزيز يا خاص مصاحب کي اولَ بڻايو ويندو هو.

سنڌ جي تاريخ ۾ ڪلهوڙن حاڪمن جي اولَ بنجڻ جو ذڪر اچي ٿو مثال طور 1111هه/ 1699ع ۾ ميان يارمحمد ڪلهوڙي ۽ بروهين جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ سخت لڙائيءَ کان پوءِ ڪلهوڙي حاڪم صلح ڪيو ۽ اولَ طور پنهنجن ٻن فرزندن ميان نورمحمد ۽ محمد خان کي، بروهي حاڪم وٽ ڇڏيائين، جيڪي ٻه سال ضمانت ۾ رهيا.

1153هه ۾ نادرشاهه سنڌ ۾ تباهي مچائڻ کان پوءِ ميان نورمحمد تي ڏنڊ وجهي، سندس پٽن غلام شاهه ۽ محمد مراد ياب کي اول بڻائي، ايران وٺي ويو. ٽن سالن کان پوءِ واعدي وفائي نه ٿيڻ سبب ميان نورمحمد جو ٽيون پٽ عطرخان به اول بڻجي ايران ويو اُهي ٽيئي شهزادا بعد ۾ احمد شاهه درانيءَ جي اقتدار سنڀالڻ کان پوءِ 1162هه ڌاري واپس موٽيا.

**اولاڪ/ اولاق:** اڳاٽي وقت ۾ سنڌ ۾ ٽپال پهچائيندڙ گهوڙو يا اُٺ اولاڪ سڏبو هو اصل ۾ "الاغ" عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو ٽپال پهچائڻ واري خاص گهوڙي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ انهيءَ لفظ جو اچار 'اولاڪ' يا 'اولاق' ڪري ڪم آڻيندا آهن. ترڪي ٻوليءَ ۾ 'اُلاغ' جي معنيٰ آهي "ٽپال جي چوڪي". اُن زماني ۾ ٽپال پهچائڻ لاءِ سرڪاري گهوڙا مقرر هئا، جيڪي چئن ڪوهن تي بدلبا هئا.

**اولمپس:** اولمپس يونان ۽ ايشيا ڪوچڪ جي ڪيترن پهاڙن جو نالو آهي. جنهن ۾ سڀ کان وڏو سلسلو ٿيسلي ۽ مسيڊونيا جي سرحد تي آهي، جيڪو اوسا جبل ڪري الڳ ٿلڳ نظر اچي ٿو انهي 9600 فٽ بلند جبل کي ئي اولمپس نالو ڏنو ويو آهي. جنهن کي يونان جا ماڻهو پنهنجو ديوتا سمجهن ٿا.

يوناني ديو مالائن موجب سڀ کان طاقتور ديوتا زيوس. انهيءَ جبل تي رهندو آهي. هن کي سيني ماڻهن ۽ ديوتائن جو پيءُ سڏيو ويندو آهي. زيوس سڀ کان طاقتور ۽ لازوال آهي. هو ٻين ديوتائن سان گڏجي ڪائنات جي هر شيءِ هلائي ٿو شاهاڻي طاقت، قانون ۽ حڪم جو باني آهي. هر ٻهرين ۽ سٺي شيءِ هن کان اچي ٿي. نفعو نقصان، موت ۽ نصيب هن جا محتاج آهن. زيوس جا هٿيار گجگوڙ ۽ کنوڻ آهن. هو طوفان، زلزلا ۽ ٻوڏون پيدا ڪري ٿو.

قديم يونان جي علائقي ايلس جي اولمپيا ميدان ۾ زيوس جو مندر هو، جتي هر چوٿين سال اولمپڪ راندين جو تهوار عرس طور ملهايو ويندو هو. عورتون انهن مقابلن ۾ حصو وٺي نه سگهنديون هيون. 776 ق. م کان 394ع تائين اولمپڪ راندين جو باقاعدي رڪارڊ ملي ٿو. 4 صديءَ جي آخر ۾ اهي رانديون بند ڪيون ويون پر بعد ۾ جديد اولمپڪ وري شروع ڪئي وئي.

**اولمو:** درزڪي ڪم جو هڪ اصطلاح. ڪپڙي جي ڪناري کي آيل هڪ قسم جو بخيو.

**اولو:** ڏَڪَ. پردي ڇانءَ يا اوٽ لاءِ ٺنگيل ڪپڙو. ٻيڙيءَ کي هلائڻ جو ڳڻ. ڪاٺ جي ٺهيل ٻَٽِي، جنهن ۾ هڪ پاسي مُنيو هوندو آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ ٻَٽِيءَ وانگر هوندو آهي، اها ٻٽي ٻيڙيءَ کي ڌڪڻ ۾ مدد ڪندي آهي. ننڍو ڳڻ هوندو ته ان کي "اولي" چوندا.

**اولي الامر** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف خواجه سلطان علي فدائي هو. هيءَ ڪتاب اسماعيليه ائسوسيئيشن فار پاڪستان ڪراچيءَ، ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪچي جلد ۽ 82 صفحن جي ڪرائون سائيز واري ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو چاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو، تاج محل پريس، حيدرآباد مان 1956ع ۾ شايع ٿيو.

**اولياءَ الله جون ڪرامتون** (ڪتاب): اولياءَ الله جي ڪرامتن تي مشتمل هيءَ ڪتاب اصل ۾ امام عبدالله يافعي يمنيءَ جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو الحاج محمد مصري ميمڻ ڪيو آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز ۾، 308 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب مڪتبه اصلاح و تبليغ حيدرآباد، سنڌ پاران 1999ع ۾ ڇپيو.

**اوليائن جي مار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ اوليائن بابت وهم پرستيءَ وارن رجحانن کي ننديو ويو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 12 صفحا آهن. هن ڪتاب جو ڇپائيندڙ ۽ ڇپائي، هاشمي پريس، حيدرآباد ۾ ڇپيو. ناشر، سال ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي.

**اوم**: ايشور جو پوتر نالو. جيڪو هندو ٽِه مورتي' يعني برهما، وشنو ۽ شو لاءِ گڏي ڪم آڻيندا آهن. ۽ ڪنهن پوڄا يا دعا وغيره جي آخر ۾ اُچاريندا آهن.

**اوم سنگيت سڌاڪر** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڏيومل گاگن مل جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت 6 پايون ڄاڻايل آهي. هيءَ ڪتاب، ليکڪ، قيصريه پريس، حيدرآباد مان سال 1900ع مان ڇپايو.

**اوم منڊلي ناٽڪ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب منگهارام جيٺمل سمتاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 211 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇهه پايون ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀهريون، رامچند آچومل، مهاوير پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1938ع ۾ ڇپايو.

**اوم ويدڪ ڌرم ۽ يورپ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم هاسارام صوبراج آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 23 صفحا آهن ۽ قيمت 6 پايون اٿس. ڇاپو ڀهريون، آريه ساهتيه منڊل، حيدرآباد، آرين اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اوم ويريه رڪشا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حڪيم منگترام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 20 صفحا ڄاڻايل آهن. ڇاپو ڀهريون، منگترام بيگراج، البرٽ پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1912ع ۾ ڇپايو.

**اُوناڙ**: بگهڙ، گدڙ ۽ ڪُتي جي ڪُوڪَ. اهي ٽيئي جانور رات جو اوناڙيون ڪندا آهن. بگهڙ ۽ گدڙ ته جهنگ ۾ هوندا آهن، پر ڪُتو گهرو جانور آهي، جيڪو عموماً رات جي نوائيءَ ۾ اُن مهل اُوناڙ ڪندو آهي، جڏهن سڀ ماڻهو منيءَ ننڊ ۾ ستل هوندا آهن. ان وقت ڪُتي جي اوناڙ نهايت اڻ وڻندڙ ۽ خوفائتي لڳندي آهي، تنهنڪري ڪتي جي اُوناڙ کي نياڳ چوندا آهن. اصل ۾ اوناڙ بگهڙ جي ڪوڪ/ آواز آهي. ڪُتو نسلي طرح بگهڙ جي نسل مان آهي ۽ سندس اوناڙ نسلي وراثت جو اهڃاڻ ۽ جبلت آهي.

**اُونڙو**: بيل گاڏيءَ جي پول جي منڍ ۾ لڳل ڪاٺي، جيڪا گاڏيءَ کي سنوت ۾ بيهاريندي آهي.

**اونهارو**: گرميءَ جي مُند، آرهڙ. شمسي سال جي حساب سان اپريل جو اڌ، مئي، جون، جولاءِ ۽ آگسٽ جو اڌ، اونهاري جا مهينا ليکيا ويندا آهن.

**اونهارو ۽ صحت** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هرنامداس جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 42 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀهريون، هاسومل، بلٽرنسڪي پريس، حيدرآباد مان سال 1923ع ۾ ڇپايو

**اُونيهر**: هن نالي سان ضلعي ٿرپارڪر ۾ ديهه ۽ ڳوٺ آباد آهن، مثلاً ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ننگرپارڪر جي ديهه "اونيهر" ۾ 'اونيهر'، 'ڏيڏرائي'، 'ڏيڏرائي ڪولهي'، 'ويڪاسر' ۽ 'ويڪسار ڪولهي' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**اوهر**: کير ڏيندڙ مادي جانور جي ٿڻن جو مٿيون حصو جنهن ۾ کير گڏ ٿيندو آهي.

**اوهان جو ٻار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد حسن عالمانيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻار جي اوسر ۽ پالنا جو ذڪر آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 49 صفحا ۽ قيمت 1 رپيو ڄاڻايل آهي. مصنف، ڇاپو ڀهريون، ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1949ع ۾ ڇپايو.

**اوهان جي پڇاڻان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مشهور سياستدان ۽ قلمڪار رسول بخش پليجي جي شاعريءَ جي طبعزاد ۽ ترجمو ڪيل شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڊيمي سائيز جي 160 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد جي مالڪ ناز سنائيءَ 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جي




قيمت 40 رپيا آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ڊراما نگار خاتون نور الهديٰ شاهه لکيو آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته "پليجي صاحب جا هي ترجما ۽ سندس پنهنجا ڪجهه نظم ذهن جي سوڪهڙي تي برسات جي شروعاتي بوندن جيان ڪرن ٿا". هن ڪتاب ۾ پليجي صاحب پنهنجي شاعريءَ ۽ پشتو ٻين جي ترجمن سان گڏ عربي شاعري، جپاني شاعري، فارسي شاعريءَ جا ترجما خاص ڪري روميءَ، حافظ ۽ خيام جا ترجما شامل ڪيا آهن.

**اوهريا جي عميق ڏي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مشهور مصنف الطاف شيخ جو سفرنامو جنهن ۾ سينگاپور، انڊونيشيا ۽ ملائيشيا جي سفر جو احوال موجود آهي. هن ڪتاب ۾ شيخ صاحب انهن ملڪن جي پاڪستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن سان ڀيٽ ڪئي آهي. هن ڪتاب جو ملهه 50 رپيا آهي. ڪتاب ۾ 206 صفحا آهن ۽ اُن جو ڇاپو ڀهريون، جون 1992ع ۾ "نيو فيلڊس پبليڪيشن" ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد مان نيو فيمس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

**اوهڙا مار**: تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو. ساڳيءَ ديهه ۾ هڪ ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول موجود آهي.

**اوهيرا**: مينهَن جا زوردار ڇوهاٽ، جيڪي هوا جي زور تي لڳن. اوهيرن ۾ بوندن جو وسڪارو اهڙو هوندو آهي، جو سامهون ڪجهه به نظر نه ايندو آهي.

**اوهين سڀ ننگا نڪتا آهيو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪار ۽ ترقي پسند اديب ۽ سنڌيت جي سڄاڻ دانشور ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو لکيل آهي. 14 ننڍين ڪهاڻين تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي 148 صفحن ۽ خوبصورت ٽائيٽل وارو هيءَ ڪتاب، مشهور اديب ۽ ڪونج رسالي جي ايڊيٽر هري موٽوانيءَ جي نظرداريءَ ۾ شري بي. ڪي. ارون، انقلاب پرنٽنگ پريس، الهاس نگر 3 (ڀارت) مان ڇپائي، سورٺ پبليڪيشن 3/4 آدرش نگر، بمبئيءَ مان پڌرو ڪيو آهي.

**اوئِڻَ** Trailing/ *Eclipta Prostrata* : هڪ قسم جو ٻوٽو. هيءَ ننڍو ٻوٽو پاڻيءَ جي ڪنارن تي ٿئي ٿو. رنگ گهاٽو سائو ڪاراڻ مائل. پسارڪي وکر طور ڪم اچي ٿو. هن کي گهوٽي، ترن جي تيل ۾ ڪوسو ڪري، سوڄ تي ٻَڌبو ته ان کي نرم ڪري سُور لاهي ڇڏيندو آهي.

**اوئي**: پاڻيءَ وجهڻ جي ننڍي کلي، سانداري. اوئي ڪوهستان ۾ پاڻيءَ سان ڀري کڻندا آهن ته جيئن سفر ۾ ڪم اچي. اِها ننڍي سانداري آهي، جيڪا چيلهه جي ڪل مان ٽاهيندا آهن، جنهن ۾ ٻه اڍائي ليٽر پاڻي پوندو آهي.

**اويس قرني، حضرت**: مشهور تابعي، جنهن جي نالي بابت مختلف روايتون ڪتابن ۾ درج ٿيل آهن. ڪن ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي، ته حضرت قرني جو پورو نالو خواجا اويس بن عامر قرني هو. جڏهن ته ڪي ڪتاب وري ٻڌائين

ٿا. ته سندس نالو عبدالله ۽ ابن عبدالله هو. ڪٿي وري سندس نالو عبدالله بن عامر ڄاڻايل آهي ۽ سندس والده کيس "اويس" جي نالي سان سڏيندي هئي. سندس وطن يمن هو ۽ بني مراد قبيلي سان تعلق هوندو هئس. حضرت اويس، پاڻ سڳورن جي حياتيءَ ۾ ئي اسلام قبول ڪيو هو ليڪن پاڻ سڳورن سان سندس ملاقات ٿي نه سگهي هئي. پر حضرت اويس پاڻ سڳورن سان غائباڻو عشق رکندڙ هو. سن 17 هه مطابق 638ع ۾ يعني حضرت عمر فاروق رضه جي خلافت واري وقت ۾، يمن کان مديني شريف آيو جتي حضرت عمر رضه سان ملاقات ڪيائين. ان کان پوءِ ڪوفي هليو ويو.

حضرت اويس قرنيءَ بابت هڪ مشهور روايت ڪتابن ۾ درج ٿيل آهي، ته جڏهن حضرت اويس قرنيءَ کي "احد واري جنگ" دوران، رسول الله صلي الله عليه وسلم جي هڪ ڏند مبارڪ جي شهيد ٿيڻ جي خبر پيئي ته هن جي دل تي ان واقعي جو ايڏو ته گهرو اثر پيو جو ان ڏک ۾ پنهنجا سڀئي ڏند پٽي ڇڏيائين. ڇاڪاڻ جو کيس اندازو ئي نه پئي ٿي سگهيو، ته پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو هو.

حضرت اويس قرني، تقويٰ ۽ عبادت جي لاءِ ڏاڍو مشهور هو. چون ٿا ته صفين واري جنگ، پاڻ حضرت علي عليه السلام جي طرفداريءَ ۾ وڙهيو هو ۽ ان جنگ ۾ ئي شهيد ٿيو هو. حضرت اويس بابت پاڻ سڳورن فرمايو ته، "اويس قرني، تابعين ۾ سڀ کان بهتر آهي." اهو ئي سبب آهي، جو کيس "سيد التابعين" جو لقب مليل هو.

**اويس قرني، شاھ (مانجهند وارو)**: ضلعي ڄامشوري ۾ مانجهند شهر کان پنج ڪلوميٽر اولهه پاسي ٽاڪرو سلسلي جي هڪ 300 ڪن فوٽ اوچي ٽڪريءَ تي هڪ بزرگ، وليءَ جي مزار آهي، جيڪو شاھ اويس قرنيءَ جي نالي سان مشهور آهي. هتي ذوالحج مهيني جي 7، 8، 9 تاريخ تي ميلو لڳندو آهي ۽ هر مهيني جي پهرين جمعي رات تي راڳ ويراڳ جي محفل مچي ٿي. تاريخي حقيقتن جي ابتڙ عام چوٽين موجب هيءُ بزرگ اهو ئي شاھ اويس قرني آهي، جنهن جو ذڪر سيرت طيبه جي ڪتابن ۾ ڪثرت سان ملي ٿو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم سان عشق ۽ انتاهه اُنس سبب پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن وٽ مقبول هو. هو صاحب ڪڏهن به سنڌ ۾ نه آيو هو. حضرت اويس قرني جو تعلق ملڪ يمنَ جي قرن نالي ڳوٺ ۽ مراد قبيلي سان



هو. انھيءَ اويس قرنيءَ جو عشق حضور سائينءَ سان اهڙو مشهور آهي جو هن جڏهن جنگ احد ۾ حضور سائينءَ جي ٻن ڏندن جي شهيد ٿيڻ جو ٻڌو ته هن پنهنجا سڀئي ڏند پٽي ڇڏيا هئا. پر مانجهند لڳ درگاهه تي ويٺل فقيرن کي پڪ آهي ته يمن ملڪ جي قرن واري مزار ۾ ان اصحابي سڳوري جا فقط اهي ڏند پوريل آهن، جيڪي حضور سائين واري خبر ٻڌڻ کانپوءِ پاڻ پٽيا هئائين. باقي سندس تدفين هتي واري مزار ۾ آهي. فقيرن جو عقيدو آهي ته هو يمن مان پنهنجي بيمار ماءُ کي ڪلهن تي کڻي علاج لاءِ ساري دنيا پيرين پنڌ گهميو ۽ انهيءَ جاءِ تي پهچڻ وقت سندس امڙ جو انتقال ٿيو. هي سعادت مند پٽ انهيءَ مزار وٽ ويهي رهيو ۽ هتان جي ڀليل، پٽڪيل ماڻهن ۾ سچائيءَ جا اکر ورهائڻ ۽ سندن سوچ کي روشن راهه ڏيکارڻ لاءِ ترسي پيو ۽ سندس جيون جا ڏينهن به هتي ئي پورا ٿيا.

هتي ٻن ڏار ڏار ٽڪرين تي به مزارون آهن. امڙ جي مزار لاءِ عام طور اهو مشهور ڪيو ويو آهي ته ڪو به مرد به ڏاڪا چڙهي نٿو سگهي. ايستائين جو حمل واري عورت انهيءَ مزار تي وڃي ته کيس نقصان رسي ٿو. انهيءَ ٽڪري جي چوڌاري انهن ٻن مزارن کانسواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي ڊٺل ۽ جهريل قديمي قبرون موجود آهن. هيءُ هڪ وڏو مقام سمجهه ۾ اچي ٿو انهيءَ جي وچ ۾ سنڌي طرز جون ٽي گهاڙي قبرون به ملن ٿيون، جن تي اکر جو اهو ئي ڪم ٿيل ملي ٿو جيڪو ٺٽي يا مڪليءَ ۾ ملي ٿو. هڪڙي قبر تي ته گهوڙي ۽ زره جي اُڪر جا نشان به آهن. مزار جي اوچائيءَ تي وڃڻ کان اڳ ۾ هڪ وڏو پٿر به موجود آهي، جنهن جي چوڌاري خطاطيءَ ۾ اُڪر ٿيل آهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته آثار قديمه جا ماهر پنهنجي تحقيق سان هن تاريخي ماڳ مڪان جو معائنو ڪري نت نئين ڪوجنا سان هِن قديمي جاءِ بابت ڪجهه حقيقتون عوام آڏو آڻين. هيءُ درگاهه ٻڻ روايتي ميان وال فقيرن جو تسلسل محسوس ٿئي ٿي. عقيدتمند دل ۾ ڪا به هڪ مراد سوچي پوءِ مزار تي چڙهندا آهن ته سندن عقيدي موجب ائين دعا قبول ٿيندي آهي. ٻي مراد لاءِ نئين سر هيٺ لهي مٿي چڙهندا آهن. شاھ اويس جي حوالي سان ڪيتريون ئي ڪٿائون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون، جهڙوڪ: 1- هن سان ڏاچين جو هڪ وڳ ساڻ هوندو هو 2- سج سندس سامهون ڪو نه ايندو هو. 3- والده کي اهڙو مرض هو جنهن جو علاج ممڪن نه هو پر هن ماءُ جي صحتمنديءَ لاءِ حد کان وڌيڪ عبادت ڪئي ۽ سندس وڏي خدمت ڪئي، جنهن سبب هو ولي بڻجي ويو.

**آويسي**: "اويس قرنيءَ" جي طريقي تي هلندڙ سالڪ، جنهن ظاهري مرشد وٽان کانسواءِ راهه هدايت ورتي هجي.

**اها به ڪا آڪاڻي آهي** (ڪتاب): هي گوبند مالهيءَ جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. هيءُ ڪرائون سائيز ڪتاب 1984ع ۾، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر، بمبئيءَ ۾ ڇپيو. قيمت 10 رپيا اٿس. گوبند مالهيءَ جي سنڌي ساهتيه ۾ ناول نويس طور سڃاڻپ آهي. ان کان سواءِ مالهي صاحب کي سنڌي عام جنتا، لوڪ سنگيت، سنڌين جي هلچل، ناٽڪ نويس، ڪهاڻي نويس، اخبار نويس طور به سڃاڻي. 'اها به ڪا آڪاڻي آهي' ڪتاب ۾ گوبند مالهيءَ جون 1955 تائين لکيل ڏهه ڪهاڻيون آهن. هن ڪتاب جون ٽي ڪهاڻيون تمام گهڻيون مشهور آهن، جن ۾ 'اها به ڪا آڪاڻي آهي؟'، 'شرنارٿي' ۽ 'سورن جي ڪهاڻي' شامل آهن.

**اها شام** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي محبوب ۽ مقبول ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا جي ستن ڪهاڻين تي مشتمل ڊيمي سائيز جي 116 صفحن وارو هيءُ ڪتاب، "ڪونج ڪتابي سلسلي" جو چوٿون ڪتاب آهي، جيڪو پرڪاش. ايچ مونواڻيءَ، ڪونج پبليڪيشن بمبئيءَ پاران، انقلاب پرنٽنگ پريس الهاس نگر 3 مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سال 1981ع، قيمت 8 رپيا آهي. موهن ڪلپنا هن ڪتاب جي منڍ ۾ "سنڌي ادبي مڪتبن جو بين السطور" عنوان سان هڪ مختصر مهاڳ ۾ لکيو آهي

تہ مُنهنجي ڪهاڻين ۾ انساني رشتن جا ڪي حلقا آهن. ۽ استري ۽ پرش (زال ۽ مڙس) جي باهم رشتي تي هن مجموعي اندر ان هڪ حلقي جو فقط هڪ جزو ئي ملي سگهي ٿو ان ڪان وڌيڪ دعويٰ ڪرڻ جي جرئت مان نٿو رکي سگهان.'

**آهُر**: ڳاڙهي رنگ جو تمامس جهڙو ٻج. جيڪو پسارڪي وکر طور ڪم اچي. هن ڪي آهر بہ چون. ذائقي ۾ تيز ٿئي. هن جا ٽي قسم ٿيندا آهن: هڪڙي جبل جي آهر، ٻي پوٺن جي آهر ۽ ٽين باغن جي آهر. هي فصل سرءَ جي موسم ۾ پوکبو آهي.

طبي لحاظ ڪان معدي ۽ جيري جي سور کي فائدو ڪري ٿي. ڪنهن بہ عضوي ۾ سور ٿئي تہ اهُر کي گهوٽي سُرڪي ۾ ملائي، ڪاغذ تي مکي سور واري هنڌ تي رکڻ سان سور گهٽجي ٿو. آهر آچار ۾ ڪتاڻ پيدا ڪرڻ لاءِ بہ ڪم ايندي آهي.

**آهلَ**: ٺٺول طور ڪنهن جي عيب جو نقل. مثال طور ڪنهن منڊي کي ڏسي ان وانگر "منڊڪ منڊڪ" ڪري هلڻ.

**آهل بيت**: حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي خاندان جا ڀاتي، جن ۾ حضرت علي ع، حضرت فاطمة الزهرا ع، حضرت حسن ع ۽ حضرت حسين ع اچي وڃن ٿا. عام طرح "سيد" يا "سادات" قبيلي وارن کي "اهل بيت" چوندا آهن.

**آهلِ حديث**: مسلمانن جو اهو فرقو، جيڪو حديث کي قرآن سان لازم سمجهي ٿو.

**آهلِ سنت**: 'سنت' يعني عادت يا دستور. اصطلاحاً پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وسلم جو طريقہ عمل، جنهن کي احاديث ۽ (فعلي) چيو ويندو آهي. مسلمانن جي گهڻائي انهن کي واجب العمل مڃي ٿي ۽ اهي اهل سنت يا سُني چوائين ٿا. انهيءَ ڪري صحيح حديثن ۽ قرآني احڪامن جي تعبير ۽ تفصيل، جيڪي فقہ جا مستند امام يا ماهر علماءَ جي قياس ۽ اجماع امت تي مبني آهن، اهل سنت جي مذهبي دستورالعمل جو جزبنجي ويا آهن.

**آهلِ ڪِتابَ**: الاهي ڪتابن کي مڃيندڙ مسلمان، يهودي ۽ عيسائي، جن جي نظر ۾ قرآن شريف، توريت، زبور ۽ انجيل آسماني ڪتاب آهن.

**آهَنَ**: ساهمي جي پُڙن کي برابر ڪرڻ لاءِ هلڪي پُڙ ۾ وڌل وزن. جيڪڏهن ساهميءَ جا پُڙ برابر نہ هجن، يعني هڪڙو هلڪو ۽ ٻيو ڳرو هجي تہ پوءِ هلڪي پُڙ ۾ ايترو وزن وجهجي، جو اُن جي وجهڻ سان ٻئي پُڙ برابر ٿي بيهن. يعني ٻنهي پُڙن کي برابر ڪرڻ لاءِ هلڪي پُڙ ۾ اضافي وزن وجهجي، ان وزن کي "اَهَنَ" چوندا آهن.

**آهَنرُ/ اهِنيَرُ**: شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ جو محافظ سندس سڳو عزيز ٿيندو آهي، جيڪو ونواهہ ڪان وٺي لانئُن لهڻ تائين گهوٽ سان رات ڏينهن گڏ هوندو آهي. لاچاريءَ جي حالت ۾ دوست وغيره بہ اها خدمت انجام ڏيندا آهن. 'اهنير' جون هيٺيون ذميداريون ٿينديون آهن:

(1) اهنير کي ساڳيا گهوٽ وارا ڳانا ٻڌبا آهن ۽ مينديءَ وغيره جي رسمن ۾ بہ گهوٽ جهڙا سوڻ ساڻ ڪيا ويندا آهن.

(2) اهنير پنهنجي هٿ ۾ تلوار، ڪاتي يا ڇري پاڻ سان گڏ رکندو آهي ۽ گهوٽ ڪيڏانهن بہ ويندو تہ ان سان گڏ ويندو آهي.

(3) نڪاح يا لانئن تي وڃڻ ڪان اڳ گهوٽ کي وهنجڻ، آڊ مک ڪرڻ ۽ ڪپڙن پارائڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

گهوٽ لانئن تي ويندو تہ ان مهل اهنير جي ذميداري ختم ٿي ويندي. شاديءَ کان پوءِ اهنير کي گهوٽيتن جي طرفان نئون وڳو ۽ اجرڪ تحفي ۾ ملندي آهي.

'اَهنيَرَ' کي ڪن خطن ۾ 'انهيار' بہ چوندا آهن. سنڌ ۾ هندو توڙي مسلم برادرين جي اڪثر ذاتين ۾ اها رسم ادا ڪندا آهن. ڪن ذاتين ۾ اهو ڪردار گهوٽ جو سالو (ڪنوار جو ڀاءُ) ادا ڪري تہ ڪن ذاتين ۽ قبيلن ۾ وري گهوٽ جو ويجهو سوٽ ماسات يا گهوٽ جو گهاٽو دوست اها ريت نڀائيندو آهي.

اَهنيَرَ ونواهہ ڪان شادي ٿيڻ تائين گهوٽ سان گڏوگڏ هوندو آهي، ۽ ڀيني، ميندي، موڙ، چُوريءَ، ٻُسرين، مطلب تہ مڙني رسمن ۾ جيئن گهوٽ کي ساڻ ڪن، تيئن اَهنير کي بہ ساڻ ڪن. اَهنير کي سائن دوران ڇرچا بہ ڪن تہ جُٺ بہ ڪن. اَهنيَرَ گهوٽ جي سنڀال ڪندڙ بہ ٿيندو آهي. ٿرپارڪر ۾ سماٽ ذاتين ۾ اهنيَرَ کي "اٿوهو" يا "اٿهيار" بہ ڪوٺين.

شاديءَ جي ريتن رِسمن ۾ جڏهن مسلمانن ۾ نڪاح پوي ۽ هندن ۾ اگنيءَ جا ڦيرا ٿين تہ پوءِ اَهنيَرَ آجو ٿيندو آهي.

**اهنسا** (ڪتاب): عدم تشدد، بي آزاري. ڪنهن کي بہ نہ ڏکوئڻ وارو مت. هندستان ۾ "اهنسا" جي مت جو پرچارڪ مهاتما گانڌي هو جنهن اهو مت حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم ۽ حضرت عيسيٰ ع جي تعليمات مان ورتو هو.

**اهنسا**[2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب عدم تشدد جي موضوع تي پاروتي آڏوائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت ۽ پريس، ڄاڻايل ناهي. "سري وجيہ ڌرم" وارن هيءَ ڪتاب سال 1944ع ۾ ڇپايو.

**اهنسا پرم ڌرم** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ٽيڪچند ڀهرومل واڌوائيءَ آهي. هيءَ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ آهي، جنهن ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت 6 پايون ڄاڻايل آهي. مصنف هيءَ ڪتاب، تلڪ پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1938ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

**اَهنڪارُ**: آپو، آءٌ- پڻو، خودي، هٺ، تڪبر، غرور، ايمانُ. اهنڪارُ يا خوديءَ کي صوفين ۽ ويدانتين، ڪاٽڻ يا ختم ڪرڻ جي تعليم ڏني آهي.

**اُهي ڏينهن، اُهي شينهن (ٽي جلد)** (ڪتاب): پير علي محمد راشديءَ جي هيءَ تصنيف سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد ڇپائي آهي. هن ڪتاب جو جلد پهريون، سال 1966ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 536 صفحا آهن. جلد ٻيو سال 1980ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 498 صفحا آهن ۽ جلد ٽيون، سال 1981ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 470 صفحا آهن. هن ڪتاب جي پهرئين جلد جو نئون ڇاپو تازو 2000ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپايو ويو آهي.

**اَهير**: واديءَ سنڌ جو قديم قبيلو. مسلمانن ۽ هندن جي هڪ ذات جو نالو. ڳئون، ڳئون پاليندڙ.

**اهير ڀيرو/ اهير ڀيرون** (راڳڻي): هي ڀيرو ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. هن ۾ مڌم ڇٽو ڪري لڳايو ويندو آهي. پور وانگ ۾ ڀيرو جو انگ ۽ اترانگ ۾ ڪافي ٺاٺ سان ملندڙ آهي. اهيري ڀيروين ۽ توڙي ٺاٺن ۾ بہ ڄاڻايل آهي. ڀاٿو ڀٽ پنڊت ڀيرون جا ڏهہ قسم لکيا آهن. جيڪي هي آهن 1- آڏو ڀيرون 2- ڪاڏو ڀيرون 3- سمپورن ڀيروون 4- بسنت ڀيروون 5- آنند ڀيروون 6- نند ڀيرون 7- سُر ناڪر شن ڀيروون 8- گنڌار ڀيروون 9- رام ڀيروون 10- ٻولي ڀيروون. انهن مان رڳو ڪجهہ قسم مروج آهن.

هن جو خاص سرگرم هي آهي: گي ڪي را سا- سا سا را سا- نا سا را سا- ناِ ساگي- گي گي ما- گي ما را پا- گي ما را سا- را را سا- گي را گي ما- ما ما پا گي ما را- را سا- سا را سا ما- گي راگي ما- ما ما پا گي- ما را- را سا سا را سا ما- گي را سا پا- گي ما پا- گي ما پا گي- ما گي را سا آهي. هن جي آروهي- ساراگي ما پا ڌي نا سا ۽ امروهي- سانا ڌي پا ما گي را سا آهي. جڏهن تہ وادي سُر ڪرج ۽ سموادي مڌم آهي.

**ائٽ بي اوٽ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جهمٽمل خوبچند پاوناڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا جاٽايل آهي. هيءُ ڪتاب. اين. ايچ پنجابيءَ ورهاڱي کان اڳ ڇپائي پڌرو ڪيو

**ائٽلس** (Atlas): يوناني ديومالا جو هڪ طاقتور ڪردار جيڪو ڌرتيءَ جي گولي کي ڪلهي تي کڻي بيٺل ڏيکاريو ويندو آهي. هن کي ڌرتيءَ جي علمن جي ڄاڻ هئي، ڪيس سمنڊ جي اونهاين جي خبر هئي. زمين ۽ آسمان کي ڌار رکندڙ ٿنڀن جو سنڀاليندڙ هو. هي ديوتا Iapetus ۽ Cymene جو پٽ ۽



پروميٿيس Prometheus جو ڀاءُ هو. ڪتا موجب ائٽلس ڪنهن موقعي تي ديوتائن جي ديوتا زيوس Zeus جي حڪم جي نافرماني ڪئي هئي، جنهنڪري هن کي سزا طور زمين ڪلهي تي کڻي بيهڻ جو حڪم مليو. پروميٿس جي التجا تي هن جي سزا معاف ٿي، پر ڪيس پٿر بنايو ويو. اتر آفريڪا جو ائٽلس جبل ان جي نالي سان منسوب آهي. ان ٿي حوالي سان جڏهن سورهين صديءَ ۾ ڌرتيءَ جا نقشا وغيره ٺهڻ لڳا ته انهن کي 'ائٽلس' چوڻ شروع ڪيائون. هاڻي نقشن جي ڪتاب کي به ائٽلس Atlas چئبو آهي.

**ائٽلس جاگرافي** (ڪتاب): اسڪولن ۾ جاگرافيءَ جي سکيا به لازمي هوندي هئي، تنهنڪري سنڌ جي سيني تعلقن، ضلعن، صوبي، هندستان، يورپ ۽ دنيا جي جاگرافيءَ تي مختلف مصنفن ڪتاب لکيا، جيڪي اسڪولن ۾ رائج هئا. هتي "ائٽلس جاگرافي" جي عنوان سان دستياب ڇپيل آڳاٽا ڪتابڙا ڏجن ٿا:

**ائٽلس جاگرافي:** هيءُ ڪتاب جڳتراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 72 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا جاٽايل آهي. هيءُ ڪتاب، پائيبند پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي:** هيءُ ڪتاب مولچند وشنداس جو لکيل آهي. هن ۾ 57 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا جاٽايل آهي. مصنف هيءُ ڪتاب سال 1938ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي:** هيءُ ڪتاب خوشيرام چوئٿرام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا جاٽايل آهي. ماستر ويڙهي مل، هيءُ ڪتاب چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي:** هيءُ ڪتاب غلام حسين لعل بخش خان رند جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا 9 پايون جاٽايل آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو پاپولر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٽيو ڇاپو ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1942ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت 3 آنا جاٽايل آهي. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، هيمنداس جيٺانند، تاج محل پريس، حيدرآباد مان 1943ع ۾ ڇپايو هن ڇاپي ۾ 33 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا رکيل آهي.

**ائٽلس جاگرافي:** هيءُ ڪتاب ڪنيا لعل. ڊي شنگراڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا جاٽايل آهي. مصنف هيءُ ڪتاب، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1941ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. سنڌي درجي ٿئين کان تعلقي جي جاگرافيءَ جي سکيا ڏني ويندي هئي، انهيءَ ڪري سنڌ جي سيني تعلقن لاءِ جاگرافيءَ جا ڪتاب لکيا ويا هئا. انهن مان ڪن تعلقن ۽ ضلعن جا دستياب ڪتابڙا هتي ڏجن ٿا:

**ائٽلس جاگرافي تعلقو رتوديرو:** هيءُ ڪتاب علي خان ۽ سندس سائين جو لکيل آهي. قيمت 5 آنا جاٽايل آهي. ڀهريون ڇاپو ويڙهي مل سال 1930ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي تعلقو سکر:** هيءُ ڪتاب هرچند سنگهه پرسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 36 صفحا آهن. قيمت به آنا ڇهه پايون جاٽايل آهي. ميول سنگهه جي پرسواڻيءَ هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1936ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي تعلقو قنبر:** هيءُ ڪتاب علي خان ۽ سندس سائين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 56 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا جاٽايل آهي. ويڙهي مل ڪنٽمل، هيءُ ڪتاب، خيرخواه پريس، لاڙڪاڻي مان ڇپائي پڌرو ڪيو

**ائٽلس جاگرافي تعلقو ڪنڊيارو:** هيءُ ڪتاب موهنداس چوهڙمل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 34 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا جاٽايل آهي. ٽيون ڇاپو مصنف، ڏاسواڻي پرنٽنگ پريس، نوابشاهه مان سال 1936ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي تعلقو لاڙڪاڻو:** هيءُ ڪتاب جڳتراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا جاٽايل آهي. ويڙهي مل ڪنٽمل بوڪ سيلر، شيوا جي پرنٽنگ پريس، لاڙڪاڻي مان سال 1942ع ۾ ڇپايو

**ائٽلس جاگرافي ضلعو بدين:** هيءُ ڪتاب محمد صديق مسافر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا جاٽايل آهي. ڇاپو ڀهريون، آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ شايع ڪيو

**ائٽلس جاگرافي ضلعو ٺٽو:** هيءُ ڪتاب محمد حاجي عبدالله پليجي جو لکيل

**اٽلس جاگرافي ضلعو حيدرآباد:** هيءَ ڪتاب مدن لال پوڪرداس جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن. ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. ٽيون ڇاپو مصنف، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپرايو. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو، ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1944ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ 56 صفحا آهن. ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ڇهون ڇاپو، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1946ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ائون ڇاپو به مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1947ع ۾ ڇپيو ۽ نائون ڇاپو به ساڳيءَ پريس، مان ساڳئي سال ۾ ڇپيو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو دادو:** هيءَ ڪتاب جان محمد علي محمد قريشيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 64 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو سرحد:** هيءَ ڪتاب ڪنيا لعل. ڊي شنگراڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي سرحدي ضلعي (موجوده جيڪب آباد) جو ذڪر آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن. ۽ قيمت 6 آنا 6 پايون ڄاڻايل آهي. مصنف هن ڪتاب جو ڇاپو ٽيون رام پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1943ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو سکر:** هيءَ ڪتاب هرچند سنگهه. جي پرسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. مصنف هيءَ ڪتاب لڇپال پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1935ع ۾ ڇپايو هو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان 1936ع ۾ ڇپيو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو سکر:** هيءَ ڪتاب آر. ايس بولا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا آهي. مصنف هيءَ ڪتاب، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1941ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو لاڙڪاڻو:** هيءَ ڪتاب ويڙهي مل ڪنٽمل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 70 صفحا آهن ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي. مصنف هيءَ ڪتاب سال 1943ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي ضلعو لاڙڪاڻو:** هيءَ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 74 صفحا آهن. ۽ قيمت 7 آنا ڄاڻايل آهي. ويڙهي مل ڪنڻ مل، هيءَ ڪتاب سال 1939ع ۾ ڇپايو هُن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1947ع ۾ ڇپيو پريس ڄاڻايل ناهي.

سنڌ، هندستان، يورپ ۽ دنيا جي جاگرافيءَ بابت لکيل ڪتابن جو تفصيل هيٺينءَ طرح آهي:

**اٽلس جاگرافي سنڌ:** هيءَ ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 123 صفحا آهن ۽ قيمت 11 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو چوٿون، محمد صديق ۽ ڄيٺراءِ ايسرداس اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1931ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو 1934ع وارو ڇاپو مصنف خود، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو جنهن ۾ 150 صفحا آهن. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو مصنف خود، 1936ع ۾ مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو. هن ڪتاب جو ڇهون ڇاپو حيدرآباد پرنٽنگ پريس، حيدراباد مان 1938ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو نائون ڇاپو، پوڪرداس اينڊ سنز، نئشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1940ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ڏهون ڇاپو محمد صديق محمد يوسف، چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1941ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي سنڌ:** هيءَ ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت 9 آنا ڇهه پايون ڄاڻايل آهي. محمد صديق ۽ ڄيٺراءِ ايسرداس هيءَ ڪتاب، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1945ع ۾ ڇپيو ڪتاب جو ٽيون ڇاپو به مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان 1946ع ۾ ڇپيو.

**اٽلس جاگرافي سنڌ:** هيءَ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 83 صفحا آهن ۽ قيمت 9 آنا 6 پايون ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو ٽيون، مدن لال پوڪرداس، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان 1947ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي دنيا (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 356 صفحا آهن ۽ قيمت 14 آنا ڄاڻايل آهي. ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ ۽ ڏرمداس ناورمل رجنداڻيءَ هن ڪتاب جو ڇاپو ڏهون، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1945ع ۾ ڇپايو.

**اٽلس جاگرافي هندستان (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 123 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. موتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1931ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ساڳيءَ پريس مان 1934ع ۾ ڇپيو.

**اٽلس جاگرافي يورپ کنڊ (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. جي. اي. شوداساڻيءَ ۽ ڊي. ٽي ميرچنداڻيءَ، هيءَ ڪتاب بلئوٽسڪي پريس، حيدرآباد مان سال 1926ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، 1932ع ۾ موتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپيو.

**ائٽم:** هوا، مٽي، پاڻي ۽ ڌاتو وغيره دنيا جون سڀ شيون مادي جون ٺهيل آهن. ان مادي جي ڪنهن ننڍڙي ذري جي ماليڪيول کي به ٽوڙي ايترو ننڍڙو ڪجي، جو ڏسي نه سگهجي. اهڙي ذري کي ائٽم چئبو آهي. ٻين لفظن ۾ ته سڄي ڪائنات ائٽمن جي ٺهيل آهي، جنهن ۾ ڪيترائي عنصر پنهنجي ڌار ڌار شڪل رکن ٿا. سائنسي تجربن کان پوءِ ائٽم کي به ٽوڙيو ويو آهي. جنهن ۾ اليڪٽران، پروٽان ۽ نيوٽران هوندا آهن.

**اليڪٽران:** اليڪٽران تي ڪاٽو بار آهي. اليڪٽران نيوڪليئس جي چوڌاري مختلف مدارن ۾ گردش ڪندا آهن.

**پروٽان:** پروٽان تي واڌو بار آهي. پروٽان ائٽم جي نيوڪليئس ۾ ملندا آهن.

**نيوٽران:** هي ائٽم جو اهڙو ذرو آهي. جنهن ۾ نه ڪاٽو نه واڌو بار آهي. هيءَ ائٽم جي نيوڪليئس ۾ ملندو آهي.

**ائٽم بم:** ائٽم بم هڪ جنگي هٿيار آهي. انهيءَ جي تياري اهڙي اصول تي ٻڌل آهي ته جيڪڏهن "فشن چين ريئيڪشن" يعني "ائٽم جي اُمڪڻ جو لاڳيتو ردعمل" شروع ٿئي ۽ بنا ضابطي جي جاري رهي، ته بي انداز گرميءَ جو مقدار خارج ٿئي ٿو يورينيم جي مايي جا ٻه سب ڪرٽيڪل (sub critical) مايا خالي ٽيوب جي ٻن چيڙن تي رکجن ٿا. جڏهن به بم استعمال

ڪرڻو هوندو آهي ته ٻنهي چيزن تي رکيل ماين کي ڪنهن ڌماڪي خيز مايي وسيلي پاڻ ۾ ملائڻ سان ڪرٽيڪل مايو ٺهي پوي ٿو. جنهنڪري ٻي ضابط فشن چين ائڪشن شروع ٿيڻ جي ڪري بم ڦاٽي پوي ٿو. ائٽم بم جي ڦاٽڻ ڪري ايتري ته گرمي پيدا ٿئي ٿي جو اٿهيءَ سان سڄو هڪ ننڍو شهر تباهه ٿي وڃي ٿو. ائٽم بم يورينيم ۽ پلاٽينيم جهڙن وزني ڌاتن تي مشتمل هوندو آهي، جنهن جي ڦاٽڻ سان تمام وڏو ڌماڪو ٿيندو آهي ۽ ڪيترن ئي ميلن جو علائقو هر شيءِ سميت تباهه ٿي ويندو آهي. هوا ۾ اٿندڙ دونهي سان گهيري ۾ آيل سمورا جاندار مري ويندا آهن ۽ وڻ زهريلا ٿي پوندا آهن. بم ڦاٽڻ ۾ هڪ سيڪنڊ کان به گهٽ وقت لڳندو آهي.




ائٽم بم آئن اسٽائن ايجاد ڪيو هو. ان جو پهريون تجربو 16 جولاءِ 1945ع تي آمريڪا جي علائقي نيو ميڪسيڪو ۾ ڪيو ويو هو ۽ ان کان پوءِ ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ڇهين آگسٽ 1945ع تي جاپان جي شهر هيروشيما تي اڇليو ويو. ان بم جو وزن نو هزار پائونڊ (20,000 تن) هو ۽ ان بم جو نالو "لٽل بواءِ" هو. جيڪو 600 ميٽرن جي اوچائيءَ تان اڇليو ويو هو. جنهن سان هڪ لک جي لڳ ڀڳ ماڻهو مئا ۽ ايترا زخمي ٿيا هئا. 9 آگسٽ 1945ع تي ٻيو بم به جاپان جي شهر ناگاساڪيءَ تي "ٿٽ بواءِ" معنيٰ "ٿلهي ڇوڪري" جي نالي سان اڇليو ويو جنهن ۾ اٽڪل هڪ لک ماڻهو مئا ۽ زخمي ٿيا هئا. ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ روس، انڊيا، چين، اسرائيل وغيره ائٽم بم ٺاهيا.



جڏهن ائٽم بم ٺاهيو ويو، تڏهن آئن اسٽائن جو خيال هو ته ائٽم کي توانائيءَ ۾ منتقل ڪيو ويندو، پر پوءِ ائٽم بم جي ٺاهيندڙ، آئن اسٽائن، ان وقت پڇتايو هو جڏهن آمريڪا، ائٽم بم هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي استعمال ڪري، هن جي ايجاد کي انسان ذات جي ڀلائيءَ بجاءِ ان لاءِ هاڃيڪاريءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

**ائٽمي طاقت**: پاڪستان جو ائٽمي طاقت سان هلندڙ واحد پاور اسٽيشن (بجلي گهر) ڪراچيءَ ۾، ڪئناڊا جي فني تعاون ۽ مالي امداد سان تعمير ڪيل آهي. ڪراچيءَ جو نيوڪليئر پاور پلانٽ (ڪئنوپ) 1952ع ۾ 25 ملين ڊالر جي خرچ سان شروع ٿيو ڪئنوپ جي بجلي سپلاءِ ڪرڻ جي گنجائش 137 ميگاوات آهي. پاڪستان لاءِ هڪ ٻئي اهڙي بجلي گهر جي به ضرورت آهي، پر ان جو هر منصوبو وڏين عالمي طاقتون صرف ان ڪري مسترد ڪري ڇڏينديون آهن، جو پاڪستان سي. ٽي. بي. ٽي (CTBT) تي صحيح نه ڪئي آهي. آمريڪا جو پاڪستان جي مختلف حڪومتن تي دٻاءُ رهندو پيو اچي ته هو پنهنجو ائٽمي پروگرام ختم ڪري، پر پاڪستان جو موقف آهي ته ڪيس پاڙيسري ملڪن کان خطرن سبب ائٽمي پروگرام کي جاري رکڻو پوي ٿو.

هڪ سرڪاري اندازي موجب، معاشي ترقيءَ جي ساليانه شرح واڌ کي ڏسندي پاڪستان کي بجليءَ جي پيداواري گنجائش کي وڌائڻو پوندو. ان جو واحد حل ائٽمي طاقت تي هلندڙ بجلي گهر قائم ڪرڻ آهي. هن وقت پاڪستان دنيا جي ائٽمي قوت وارن ملڪن جي فهرست ۾ شامل ٿي ويو آهي.

**ائڪٽ**: قانون، قاعدو، هدايت، ڪم، عمل.

**ائنٿراپالاجي** (Anthropology): علم الانسان، يا بشريات، جنهن ۾ ثقافتي، تاريخي ۽ طبعي سطح تي انسانن ۽ انهن جي معاشرن جي گروهه بندي ۽ انسانن بابت مشاهدي جو موضوع هجي. انساني روين سان لاڳاپيل ٻين علمن کي ڇڏي، علم الانسان قديم آثارن جي کوجنائن ۽ مقامي ماڻهن کان ملندڙ مواد تي ٻڌل هوندو آهي. جنهن کي اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري هڪ الڳ علم جي حيثيت ڏني وئي، ان کان اڳ ان کي حياتيات، ارضيات، لسانيات، نفسيات ۽ آثار قديمه جو هڪ حصو سمجهيو ويندو هو. انساني معاشرن جي آغاز ۽ ڏند ڪٿائي علم جي حقيقي مطالعي ۾ پڻ ائنٿراپالاجي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هڪ منفرد علم جي حيثيت سان پنهنجو وجود برقرار رکندي انساني معاشرتي لڳ لاڳاپن جي مطالعي ۽ ثقافت جو وڏو حصو رهيو آهي جنهن کي ثقافتي بشريات چون ٿا. انساني روين سان لاڳاپيل ٻين علمن کي ڇڏي علم الانسان، قديم آثارن جي دريافتن ۽ اڻ پڙهيل ماڻهن کان مليل معلومات واري مواد تي تمام گهڻي توجهه ڏني آهي. هڪ الڳ منفرد ۽ اعليٰ علم جي ناتي هن علم انساني روين ۽ معاشري سان لاڳاپيل علمن سان پنهنجو واهپو ۽ تعاون وڌايو آهي. علم الانسان جون به وڏيون شاخون آهن.

1. جسماني بشريات جو تعلق انساني جسم جي ارتقا سان آهي. هن ۾ انساني ڍانچن جو مطالعو ڪري معلوم ڪيو ويندو آهي ته انسان جي واڌ ويجهه ڪيئن ٿي، ان ۾ وقت به وقت ڪهڙيون تبديليون رونما ٿيون. مختلف خطن ۾ رهڻ وارن انسانن جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي. وارن، چمڙيءَ جي رنگ، کوپڙي يا مٿي ۽ جسم جي گهاڙ يا بناوت ۽ انساني رت جي مختلف قسمن جو تقابلي مطالعو به جسماني بشريات جو حصو آهي.

2. ثقافتي بشريات جو تعلق انساني رهائش سان آهي. ثقافتي بشريات جا ماهر انهن سماجي ڪرتن ۽ رسمن جو مطالعو ڪندا آهن. جيڪي انساني گروهن کي هڪ ٻئي مٿان فوقيت ڏين ٿيون. خاندانن ۽ قبيلن تي غور ڪيو ويندو آهي ته اهي ڪيئن وجود ۾ آيا. بشريات جي انهي شاخ ۾ ماهر ڪنهن معاشري جي رسمن، رواجن، ڪم ڪرڻ جي عادتن، تفريحي مشغلن، فنون لطيفه، هٿ جا هنر، موسيقي ۽ ادب جي باري ۾ تحقيق ۽ مطالعو ڪندا آهن. ان کان سواءِ هن علم جا ماهر مخصوص سماجن جي مذهب، زراعت، طب ۽ اوزارن جو به مطالعو ڪندا آهن.

**ائنڊرين**: هيءَ زهر، فصل جي جيت جڻين کي ناس ڪرڻ لاءِ به استعمال ڪيو ويندو آهي. هاري ائنڊرين زهر کي ڪمند جي فصل مان ڪوئن کي ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. پر گهڻو ڪري هيءَ زهر ڪپهه، ڪمند، سارين ۽ مڪائيءَ جي نقصانڪار جيتن کي ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

هيءَ زهر 110 کان 225 لٽر في ايڪڙ استعمال ڪيو ويندو آهي يا ان جي اسپري ڪئي ويندي آهي.

**اينگلو سنڌي ٽرانسليشن ايڪسرسائيز (پارٽ ون) (ڪتاب):** هن ڪتاب جو ليکڪ جنرل لالچند لوجها آهي. 88 صفحن جو هيءُ ڪتاب، جنهن جي قيمت 9 آنا آهي. ڪراچيءَ مان 1884ع ۾ ڪمرشل پريس مان ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1887ع ۾ مرڪنٽائل پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيو ۽ ٽيون ڇاپو ساڳيءَ پريس مان 1889ع ۾ ڇپيو.

**اينيمري شمل، ڊاڪٽر:** جرمنيءَ جي مشهور خاتون مستشرق اينيمري شمل 1922ع ۾ پيدا ٿي. برلن يونيورسٽيءَ ۾ عربي، فارسي، ترڪي زبانن ۽ اسلامي علوم ۽ فنون جو مطالعو ڪيائين



ارڙنهن سالن جي عمر ۾ اسلاميات ۾ ڊاڪٽريٽ ڪيائين. ٻي جنگ عظيم دوران دفتر امور خارجه ۾ مترجم رهي. 1951ع ۾ پي. ايڇ ڊي جي ڊگري ورتائين. 1954ع ۾ انقره يونيورسٽي وٺي ۽ اتي تاريخ مذهب جي پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. 1961ع ۾ برلن يونيورسٽيءَ ۾ ۽ 1967ع ۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي شعبي "مسلم تهذيب" ۾ پروفيسر رهي. 1965ع ۾ هن جي خدمتن جي اعتراف طور حڪومت پاڪستان طرفان کيس "ستاره قائداعظم" سان نوازيو ويو. 1982ع ۾ حڪومت پنجاب، لاهور جو هڪ خوبصورت روڊ هن جي نالي سان منسوب ڪيو.

ڊاڪٽر شمل علامه اقبال جو خصوصي مطالعو ڪيو آهي ۽ کيس جرمن زبان جي ذريعي يورپ ۾ متعارف ڪرايو آهي. ۽ سنڌي ادب تي به متعدد تنقيدي ڪتاب لکي چڪي آهي. سندس هڪ ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، پروفيسر ڊاڪٽر حيدر سنڌيءَ، "سنڌي ادب جي ارتقا" جي نالي سان ڪيو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جو ڪجهه حصو جرمنيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو اٿس. شاهه لطيف ۽ تصوف تي کيس اٿارٽي مڃيو ويو آهي. 1983ع ۾ صدر پاڪستان طرفان هن کي "هلال امتياز" جو اعزاز ڏنو ويو. ڊاڪٽر شمل صاحبه پنهنجي وصيت ۾ ڄاڻايو هو ته کيس مرڻ کان پوءِ مڪليءَ جي قبرستان ۾ سنڌ جي عظيم دانشور پير حسام الدين شاهه راشديءَ جي پير ۾ دفن ڪيو وڃي. پر ائين ٿي نه سگهيو. کيس وفات کانپوءِ جرمنيءَ ۾ ئي مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو البت پير حسام الدين جي مزار وٽ اينيميري شمل جي علامتي قبر جي تختي لڳائي وئي آهي.

**اي. آر. ملڪ، ڊاڪٽر:** تعليمي ماهر استاد ۽ محقق. پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحيم ملڪ، گهوٽڪيءَ ۾ 25 فيبروري 1941ع تي حاجي ڪريم بخش ملڪ جي گهر ۾ ڄائو. 1964ع ۾ بي. ايس سي ۽ 1965ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. ايس سي ڪرڻ بعد،



ساڳي ئي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. پڙهائڻ سان گڏوگڏ 1970ع ۾ سڊني يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ ڊي ڪيائين. ڪيترائي مضمون ۽ ڪتاب پڻ لکيا اٿس، جن ۾ "دنيا جا قدرتي خطا"، "بياباني ٻوٽا"، ۽ "ساموندي ٻوٽا" مشهور آهن. ان کان سواءِ سندس ڪيترائي تحقيقي مضمون ڇپجي چڪا آهن. خيرپور ضلعي ۾ "مينهن کان ڪچيءَ جي وڻن جي بچاءُ" ۽ "بياباني ٻوٽن جي مطالعي" بابت به وڏا تحقيقي ڪم سندس نگرانيءَ ۾ پورا ٿيا. جڏهن ته گهوٽڪيءَ ۾ سندس نگرانيءَ هيٺ "ملڪ ايجوڪيشن سوسائٽيءَ" طرفان به ادارا "اماره ماڊل هاءِ اسڪول" ۽ "اماره ايجوڪيشن ڪاليج" قائم ڪيا ويا. پاڻ نئشنل بوڪ فائونڊيشن جو ڊائريڪٽر (79-1973ع)، چيئرمئن مائڪرو بايولاجي (73-1972ع)، ڊائريڪٽر فئڪلٽي آف سائنسز شاهه عبداللطيف يونيورسٽي ۽ ٻين عهدن تي رهي چڪو آهي.

ڊاڪٽرصاحب اين. بي. ايف جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر جي حيثيت سان نيوزلئنڊ، جاپان، سنگاپور ۽ ٻين ملڪن جو دورو پڻ ڪري چڪو آهي. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ وائيس چانسلر جي حيثيت سان خدمتون به سرانجام ڏئي چڪو آهي.

**اياز:** سلطان محمود غزنويءَ جي پياري غلام جو نالو جنهن لاهور ۾ وفات ڪئي ۽ هاڻي "پيرسبز" جي نالي سان مشهور آهي.

**اياز پاٽولي:** سنڌيءَ ۾ ٻارن جي ادب جي سلسلي ۾ غير معمولي ڪم ڪندڙن ۾ اياز پاٽوليءَ جو نالو وڏي اهميت جو حامل آهي. ورهاڱي کان پوءِ، جڏهن مجموعي سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ کي نقصان ٿيو تڏهن ٻارن لاءِ لکندڙ ڪيترن ئي اديبن جي هندستان لڏي وڃڻ ڪري، ٻارن لاءِ لکڻ ۽ اشاعتي ڪمن جو سلسلو پڻ بند ٿي ويو اهڙيءَ صورتحال ۾ اياز پاٽولي ئي هو،



جنهن "اداره گلشن ادب" ۽ "بزم گلشن سنگت" جو قيام عمل ۾ آڻي، ٻيهر سنڌي ٻاراڻي ادب کي جياريو.

اياز پاٽوليءَ جو جنم 2 اپريل 1939ع تي ٽنڊي محمد خان شهر ۾ ٿيو سندس اصل نالو محمد هاشم پاٽولي آهي. هن 1954ع کان اياز پاٽوليءَ جي نالي سان لکڻ جي شروعات ڪئي. هن لکڻ جي شروعات ٻاراڻي ادب کان ڪئي ۽ اڄ ڏينهن تائين مسلسل ٻارن لاءِ لکي رهيو آهي. سپ کان ٻهرين سندس واسطو "ٻارن جي محفل" سان رهيو بعد ۾، جنوري 1957ع ۾ "اداره گلشن ادب" جو قيام عمل ۾ آڻي، ان جي پليٽ فارم تان ٻاراڻا اشاعتي سلسلا جاري ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيائين. هن جولاءِ 1960ع ۾ "بزم گلشن ادب" جو به قيام عمل ۾ آندو. سندس تنظيم ۽ اداري پاران ٻارن لاءِ ڇپيل ڪتابن جو تعداد تقريباً 300 (طبعزاد توڙي ترجمو/ ترتيب) آهي. هن 77- 1976 ۾ "ٻارن جو ڊائجسٽ" ۽ "گلشن ڊائجسٽ" نالي سان ٻارن جا ڊائجسٽ به جاري ڪيا.

اياز پاٽولي سنڌي ٻاراڻي ادب لاءِ مسلسل 51 سالن کان ڪم ڪري رهيو آهي. مختلف رسالن، اخبارن ۽ ڪتابن ۾ سندس ڇپيل مواد تمام گهڻو آهي. هن نه رڳو ٻارن لاءِ لکيو آهي، پر اداره گلشن ادب ٽنڊي محمد خان طرفان ڪيترائي نوان اديب ۽ شاعر پڻ متعارف ڪرايا آهن. هن وقت هُو ٽنڊي محمد خان شهر ۾ رهائش پذير آهي ۽ پنهنجو هڪ پسارڪو دڪان هلائي رهيو آهي. سندس علمي ادبي خدمتن عيوض ڪيترن ئي ادارن ۽ تنظيمن پاران بيشمار اوارڊ

مليل آهن. ٻارن لاءِ سندس لکيل اڄ بہ سنڌ جي مختلف رسالن ۾ شايع ٿينديون رهنديون آهن.

**اياز جاڻي**: نوجوان شاعر اياز جاڻيءَ جو اصل نالو اياز حسين ولد قربان علي ميمڻ آهي. هن رحمت پور، لاڙڪاڻي ۾ 4 آڪٽوبر 1967ع تي جنم ورتو هو. سندس تعليمي لياقت ايم. اي سنڌي ادب آهي، جيڪا هن شاهہ لطيف



يونيورسٽي خيرپور مان فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ حاصل ڪئي. سندس مستقل رهائش نئين ديري، لاڙڪاڻي ۾ آهي، جڏهن تہ ملازمت سانگي هن وقت ڪراچيءَ ۾ عارضي طرح رهائش پذير آهي. نوجوان شاعرن ۾ اياز جاڻي، غزل ۽ وائيءَ جو خوبصورت شاعر آهي. سندس غزل، وايون ۽ شاعريءَ جون ٻيون صنفون، سنڌي ٻوليءَ جي اڪثر ادبي پرچن ۾ ڇپجنديون رهن ٿيون. سندس غزلن جو مجموعو "ٻن چڻ جا پل پٽر" ڇپائيءَ هيٺ آهي. اياز جاڻيءَ ماهوار "سارس" ڪراچيءَ جي اسسٽنٽ ايڊيٽر طور 6 پرچا ترتيب ڏنا ۽ 1997ع ۾ ماهوار "لهرون" ڪراچيءَ جو ايڊيٽر رهيو، جنهن جا پڻ هن 6 پرچا ڪڍيا. 2000ع کان ٻيهر "سارس" رسالو سندس ايڊيٽر شپ هيٺ نڪتو. ان جو هڪ خاص نمبر، سنڌ جي بهترين شاعر عبدالغفار تبسم جي نالي ترتيب ڏئي، ڇپرائي چڪو آهي. هن وقت ماهوار "همرجو" ڪڍي رهيو آهي، جنهن جا هن وقت تائين ٽي پرچا نڪري چڪا آهن.

**اياز سومرو**: محمد اياز سومرو سنڌ جو قانون وارو وزير آهي. هن ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. هو شاگرديءَ واري زماني کان پ پ



سان وابستہ رهيو ۽ سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو عهديدار رهيو. اياز سومرو شاگرديءَ جي زماني کان ايم. آر. ڊي تحريڪ تائين مختلف وقتن تي جيلن ۾ ويندو رهيو. پ پ جي هن پراڻي ڪارڪن لاڙڪاڻي شهر ۾ 31 ڊسمبر 1958ع تي خدا بخش سومري جي گهر ۾ جنم ورتو. هو سعودي عرب، گڏيل عرب امارات ۽ انگلينڊ جو دورو ڪري چڪو آهي. 2002ع جي چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊيو. هو پيشي جي لحاظ کان وڪيل اياز سومرو 2008ع جي چونڊن ۾ لاڙڪاڻي جي تڪ پي ايس 37 تان ايم پي اي چونڊيو.

**اياز شاهہ**: نوجوان ڪمپيوٽر انجنيئر اياز شاهہ ولد امان الله شاهہ بخاري، حيدرآباد ۾ 22 آگسٽ 1967ع تي جنم ورتو. هن جا وڏا اصل پراڻي سکر جا هئا، بعد ۾ لڏي هيرآباد، حيدرآباد ۾ اچي رهيا. ڪجهہ عرصي کان پوءِ انهن لطيف آباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. اياز شاهہ انٽر سائنس، ڊگري ڪاليج لطيف آباد مان ڪئي ۽ 1992ع ۾ اين. اي. ڊي يونيورسٽي ڪراچيءَ مان اليڪٽرانڪس ۾ بي. اِي (B.E) ڪيائين. هن نوجوان 1993ع کان سنڌي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ وڏو انقلاب آندو ۽ پنهنجي پيشرو عبدالماجد ڀرڳڙيءَ ۽ ٻين جي محنتن کي تسلسل ڏنو ۽ اڳتي وڌايو. هن نوجوان ڪمپيوٽر انجنيئر IBM ڪمپيوٽر تي سنڌي ٻوليءَ کي متعارف ڪرائي وڏو ڪارنامو سرانجام



ڏنو آهي ۽ هن وقت 100 سيڪڙو سنڌي اخبارن ۾ ڪمپوزنگ لاءِ IBM جو استعمال سان هلي رهيو آهي. يونيڪوڊ بنياد وارن ڪمپيوٽرن ۾ ڀريون پيرو سنڌي رسم الخط کي متعارف ڪرائڻ لاءِ هن نوجوان انجنيئر يونيڪوڊ سسٽم جو مطالعو ڪري، يونيڪوڊ بنياد وارو فانٽ تيار ڪيو آهي، جنهنڪري هاڻي سڄي دنيا ۾ اسان (ٽيڪسٽ) موادي صورت ۾ سنڌيءَ ۾ لکپڙهہ (E-mail) ڪري سگهون ٿا. هن وقت اياز شاهہ 'بيٽر بزنس سسٽم ' ۽ 'ڊيٽالنڪ' جي نالي سان ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ بہ ادارا هلائي رهيو آهي. اياز شاهہ سنڌي اخبارن کان سواءِ ادبي ۽ علمي ادارن سان لاڳاپيل رهيو آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ڪمپيوٽر ڪاميٽي تي سرگرم ميمبر رهيو ۽ اٿارٽيءَ جي انفرميٽڪس شعبي سان ڀرپور سهڪار ڪندو رهيو آهي. اياز شاهہ ڪجهہ وقت دبئيءَ ۾ بہ پنهنجو ڪاروبار شروع ڪيو هو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**اياز، شيخ مبارڪ علي**: جديد سنڌ، ويهين صديءَ ۾ سنڌي شاعريءَ جي ميدان ۾ جيڪي وڏا شاعر پيدا ڪيا، تن ۾ شيخ اياز جو نالو سڀني کان مٿانهون آهي. اياز، سنڌي شاعريءَ جي ماضيءَ جو تسلسل، حال جو ترجمان ۽ مستقبل جو رهبر شاعر آهي، هن سنڌي شاعريءَ جي بيٺل تلاءَ ۾ تحرڪ پيدا ڪري، ان ۾ زندگي، جدت ۽ ندرت پيدا ڪئي.

سنڌ جي هن وڏي شاعر جو اصل نالو شيخ مبارڪ علي هو، پر شعر ۽ ادب جي



دنيا ۾ هو 'اياز' جي نالي سان مقبول ٿيو. هن 2 مارچ 1923ع تي سنڌ جي تاريخي شهر شڪارپور ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو شيخ غلام حسين ۽ ڏاڏي جو نالو شيخ عبدالحڪيم عرف ٻنگل شيخ هو. جيڪو شهر جي معزز ماڻهن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ سندن پاڙو ٻنگل پاڙو، سڏبو هو. شيخ اياز جو خاندان بکراڻي آهي. شيخ اياز ثانوي تعليم تائين شڪارپور ۾ پڙهيو. انٽرميڊيئيٽ پڻ شڪارپور جي سي اينڊ ايس ڪاليج مان 1942ع ۾ ڪيائين. 1944ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪري 1945ع ۾ ايل. ايل. بي ۾ داخلا ورتائين. ڪاليج جي تعليم دوران ڪاليج مئگزين جو ايڊيٽر بہ رهيو. هن ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جي رهبريءَ ۾ پي.ايڇ. ڊي ڪرڻ چاهي، پر ڊاڪٽر صاحب جي ديهانت سبب مڪمل نہ ڪري سگهيو. 1950ع ۾ ايل. ايل. بي کان پوءِ وڪالت شروع ڪيائين ۽ سنڌ جي نامور وڪيلن ۾ شمار ٿيو. شيخ اياز سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي باني ڪارن مان هو. هن 1945ع ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رهبريءَ ۾ هلندڙ 'سنڌي سرڪل' جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪئي ۽ جڏهن گوبند مالهيءَ اپريل 1946ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو بنياد وڌو تہ شيخ اياز ۽ ٻهاري لال ڇاٻڙيا سنگت جا پهريان جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيا ويا. شيخ اياز شڪارپور ضلعي ۾ بہ سنگت کي منظم

ڪيو. ان ڪان سواءِ 'انجمن ترقي پسند مصنفين' سان بہ وابستہ رهيو ورهاڱي ڪان پوءِ 'پاڪستان رائٽرز گلڊ' ۽ سائين جي. ايم. سيد جي قائم ڪيل 'بزمِ صوفياءِ سنڌ' سان بہ گهري لاڳاپي ۾ رهيو.

شيخ اياز ٻاراڻي وهيءَ ۾ شاعريءَ جي شروعات ڪئي ۽ سنڌس پهريون نظم يارهن سالن جي عمر ۾ ڇپيو هو شيخ اياز شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻيون بہ لکيون. سنڌس ڪهاڻين جو پهريون ڪتاب 'سفيد وحشي' 1946ع ۾ ڇپيو



ورهاڱي جي تاريخي سانحي ۾ شيخ اياز جا اڪثر دوست نارائڻ شيام، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، اي.جي. اتم، بهاري لال ڇاٻڙيا، موتي رام راماڻي، ايڊووڪيٽ امر لال پنجواڻي، ڊاڪٽر ارجن شاد ۽ ٻيا پارت هليا ويا ۽ ورهاڱي جي هن ڪاري وار شيخ اياز جي ذهن تي وڏو اثر وڌو. سنڌي اديبن جو وڏو حصو پارت هليو وڃڻ سبب شيخ اياز اردو اديبن جي صحبت ۽ محفلن ۾ وڃڻ شروع ڪيو. سنڌس اردو شاعريءَ جو اڳيئي وسيع مطالعو هو ان ڪري هن اردوءَ ۾ شاعري شروع ڪئي، جنهن اردو شاعرن وٽ وڏو مقام حاصل ڪيو سنڌس اردو شاعريءَ جو پهريون مجموعو "بوءِ گل نالہٗ دل"، 1954ع ۾ ئي پروفيسر آفاق صديقيءَ جي پيش لفظ سان ڇپجي پڌرو ٿيو. 1954ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي نئين سر تشڪيل ٿي ۽ محمد ابراهيم جويي جهڙو سڄاڻ اديب ۽ نقاد سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري ۽ بورڊ پاران نڪرندڙ رسالي "مهراڻ" جو ايڊيٽر ٿيو جويي صاحب، شيخ اياز جي ذات کي پرکيندي، کيس مشورو ڏنو تہ هو اردو شاعريءَ بدران سنڌي شاعريءَ کي جاري رکي، ڇو تہ هو پنهنجي ذات کي منطقي نتيجي تي صرف سنڌيءَ ۾ ئي پهچائي سگهي ٿو. 'مهراڻ' جي 1955ع جي پهرئين پرچي ۾ جويي صاحب 'اسان جي شاعر جا خط' عنوان هيٺ شيخ اياز جا ڏانهس لکيل خط ۽ اياز جي بيتن واري شاعري شايع ڪئي، ۽ ائين اياز، اداسيءَ ۽ مايوسيءَ جي ماحول مان ٻاهر نڪري آيو ان بعد اياز جي ذات جي ڪرشمي نہ رڳو سنڌ، پر دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو ۽ هو وقت جو وڏي ۾ وڏو شاعر ٿي اڀريو. هن جي شاعري تہ باڪمال آهي، پر سنڌس نثر جو اسلوب ۽ ٻولي بہ اعليٰ درجي جي آهي. اياز جا زندگيءَ جي آخري پساهن تائين لڳاتار شاعريءَ ۽ نثر جا ڪيترائي ڪتاب ڇپجندا رهيا، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1). "ڀَونر ڀري آڪاس" (شاعري: 1962ع)

(2). "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙين" (خط ۽ نوٽ بوڪ جا ٽڪرا: ڊسمبر 1962ع)

(3). "ڪلهي پاتم ڪينرو" (شاعري: 1963ع)

(4). "اڪ جون ڦلڙيون، ڀيج ڀيني" (نثري شاعري: 1965ع-ايوبي مارشل لا ۾ هي ڪتاب ڇپجڻ جي باوجود منظر عام تي نہ اچي سگهيو ۽ هي ڪتاب ٻيهر 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو).

(5). "ڪي جو هيجل هوليو" (شاعري: 1970ع)

(6). "وِڄون وسڻ آئيون" (شاعري: 1973ع)

(7). "ڪَپر ٿو ڪُن ڪري" (شاعري: 1975ع)

(8). "لڙيو سج لڪن ۾" (شاعري: 1980ع)

(9). "ڀتڻ ٿو ڀُور ڪري" (شاعري: 1982ع)

(10). "جڳ مڙوئي سپنو" (آتم ڪٿائي يادون: 1985ع).

(11). "چنڊ چنبيليءَ ول" (شاعري: 1985ع)

(12). "ڀن ڇڻ ڀڄاڻان" (شاعري: 1985)

(13). "ٽڪرا ٽنل صليب جا" (شاعري: 1985ع)

(14). "رڻ تي رم جهم" (شاعري: 1986ع)

(15). "ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي" (سنگيت ناٽڪ: 1986ع)

(16). "ساهيوال جيل جي ڊائري" (مئي: 1986ع)

(17). خط، انٽرويو، تقريرون" (جلد پهريون: جولاءِ 1987ع)

(18). "اکن نيرا ڦليا" (شاعري: 1988ع)

(19). "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" (يادون: فيبروري 1989ع)

(20). "خط، انٽرويو تقريرون" (جلد ٻيو: اپريل 1991ع)

(21). "هينئڙو ڌاڙهوءَ گل جيئن" (شاعري: 1991ع)

(22). "الوداعي گيت" (شاعري: 1991ع)

(23). "ٽنڊ وليون" (شاعري: 1992ع)

(24). "ڪَتين ڪرموڙيا جڏهن" (ڀاڱو پهريون، شاعري: 1992ع)

(25). "ڪَتين ڪرموڙيا جڏهن" (ڀاڱو ٻيو: 1992ع)

(26). "جر ڏيئا جهمڪن" (شاعري: 1993ع)

(27). "سرلوهيڙا ڳيا" (شاعري: 1993ع)

(28). "سورج مکي سانجهہ" (شاعري: 1993ع)، (29). "چوليون ڇوليون سمنڊ جون" (شاعري: 1993ع)

(30). هرڻ اکي ڪيڏانهن" (شاعري: 1994ع

(31). "تون چپر تون چانوَ" (شاعري: 1995ع)

(32). "چنڊ ڳليون" (شاعري: 1995ع)

(33). "ڳهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾" (شاعري: 1996ع)

(34). "سانجهي سمنڊ سپون" (شاعري: 1996ع)

(35). "ڪٿي تہ پڄبو ٿڪ مسافر" (آتم ڪٿا: جلد پهريون: 1995)

(36). "ڪٿي تہ پڄبو ٿڪ مسافر" (جلد ٻيو: آڪٽوبر 1996ع)

(37). "ڪٿي تہ پڄبو ٿڪ مسافر" (جلد ٽيون: نومبر 1997ع)

(38). "ڪٿي تہ پڄبو ٿڪ مسافر" (جلد چوٿون: آگسٽ 1998ع)

(39). "ڪونجون ڪرڪن روهہ تي" (شاعري: 1997ع)

(40). "ڪاري رات ڪُهنگ" (شاعري: 1998ع)

(41). "مينهن ڪٿيون" (شاعري: 1999ع)

(42). "وڏا وڻ وڍڪار جا" (تاجل بيوس سان گڏ شاعري: 1997ع)

(43). "اٿي اور الله سان" (شاعري: جنوري 1998ع)

(44). "اڳتي قدم" (2001ع : شيخ اياز آگسٽ، سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر 1947ع ۾ 'اڳتي قدم' ماهوار جا 3 پرچا ڪڍيا هئا، جن کي گڏ ڪري نئين ترتيب سان محمد ابراهيم جويي 2001ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو)

(45). "جي تند برابر توريان" (ڪهاڻيون: شيخ اياز جون 'سفيد وحشي' ۽ 'پنهل ڪان پوءِ' عنوان سان ڪهاڻين جي مجموعن ۽ ان ڪان ٻاهر رهجي ويل ڪهاڻيون، انور فگار هڪڙو ترتيب ڏئي ڇپائي پڌريون ڪيون)

(46). "ٻکي ساڳي ٻار جا" (تاجل بيوس سان گڏ: 2004ع).

شيخ اياز جي پهرين ٻن شعري مجموعن 'ڀَونر آڪاس'، 'ڪلهي پاتم ڪينرو' ۽ هڪ نثري ڪتاب 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' تي ايوبي آمريت بندش وڌي هئي، ۽ اها پابندي شيخ اياز جي آخري عمر ۾ ختم ٿي. شيخ اياز جي

شاعريءَ ۽ نثر کي 22 جلدن جي صورت ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ ڇپائڻ جو پروگرام رٿيو آهي، جنهن جا پهريان ٽي جلد آگسٽ 2009ع تائين ڇپجي چڪا آهن. جيڪي تاج جويي ترتيب ڏنا آهن. جن ۾ اياز جي شاعريءَ جا 13 ڪتاب اچي ويا آهن. ٻيا جلد تياريءَ هيٺ آهن. سندس اردو شاعريءَ جو 'بوءِ گل نالهٔ دل' کان پوءِ ٻيو مجموعو "نيل ڪنٺ اور نيل ڪي پتي" 1988ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس سنڌي شاعريءَ کي فهميده رياض اردوءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو آهي، جيڪو "حلقہ ميري زنجير کا" نالي سان 1974ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو ۽ سندس شاعريءَ جو پنجابي منظوم ترجمو مشهور دانشور ۽ شاعر احمد سليم ڪيو. جيڪو پڻ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1976ع ۾ ڇپيو. اياز جي سمورن غزلن کي نوجوان شاعرن، اسحاق سميجي "گيڙو ويس غزل" (2004ع) ۽ بخشل باغي "هي روح جزيرو حيرت جو" (2004ع) جي نالي سان ڇپايو.

شيخ اياز پنهنجي قومي ۽ مزاحمتي شاعريءَ جي ڪري، جيل ياترا به ڪئي، رجعت پسندن مٿس ڪفر ۽ بغاوت جا الزام به هنيا ۽ ڪيترا ڪيس پڻ ڪيا. ان سلسلي ۾ "ادب ڪي آڙ مين" جي نالي سان هڪ ڪتاب لکي سڄي جديد سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي خلاف ۽ خصوصاً شيخ اياز خلاف باهه ٻاري وئي، جنهن جي جواب ۾ برک دانشور رسول بخش پليجي "انڌا اونڌا ويڄ"، مولانا غلام محمد گراميءَ "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر رجحانات" ۽ محمد ابراهيم جويي جي رهنمائيءَ ۾ قاسم پٿر "ادب ڪي نام پر" ڪتاب لکي ڪين جواب ڏنا.

شيخ اياز قديم توڙي جديد شعري صنفن تي ڀرپور گرفت رکندو هو. پراڻين شعري صنفن کي ٻوليءَ توڙي اسلوب جي نواڻ بخشيائين ۽ منجهن ڪيترائي تجربا به ڪيائين. سنڌي ڪلاسيڪي بيت ۽ وائيءَ کي جديد رنگ ۽ آهنگ ڏنائين. عروضي وائيءَ لکڻ جو پهريون ڪامياب تجربو به اياز ڪيو ۽ ان کان علاوه ڪافي نيون صنفون پڻ متعارف ڪرايائين. جن ۾ آزاد نظم، نثري نظم ،هائيڪو ڏيڍ سٽا ۽ ڇهه سٽا وغيره شامل آهن. اهڙي نموني پاڻ اندازاً ويهن کان مٿي شعري صنفن ۾ ڪلام چيو اٿس.

سنڌي شاعريءَ کي نئين ٻوليءَ ۽ مقامي ماحول عطا ڪرڻ ۾ سندس وڏو هٿ آهي، اهو ئي سبب آهي، جو سنڌي شاعريءَ جي جديد دور ۾ وڌ کان وڌ مڃتا شيخ اياز ئي ماڻي. شيخ اياز جي ڪلام جو ڪجهه حصو هنديءَ، اردو، سرائيڪي، پنجابي، فرينچ، جرمن ۽ انگريزيءَ ۾ پڻ ترجمو ٿيو آهي. سندس شاعريءَ جي انگريزي ترجمي تي مشتمل هيٺيان چار ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا آهن.

1. THE STORMS CALL FOR PRAYERS (Translation from Sindhi by: Asif Farukhi & Shah Muhammad Pirzada: 1999).
2. IMMORTAL POETRY OF SHAIKH AYAZ (Translated by: J.M Girglani: 2003).
3. SONGS OF FREEDOM (Translated by: Saleem Noor Hussain: 2003).
4. ON THE BANK OF INDUS (Translated by: Professor Latif Noonari: 2006).

نوٽ: J.M Griglani جي ترجمي جو ٻيو ڇاپو شيخ اياز چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور طرفان 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

شيخ اياز جي شاعري فڪري حوالي سان ٻن دورن/ لاڙن تي مشتمل آهي. پهريون دور ترقي پسند، قومپرستيءَ ۽ جديد فڪر جي نمائندگي ڪندڙ آهي ۽ ٻيو دور بين الاقواميت، ويدانت يا تصوف جو نمونو پيش ڪري ٿو اهي ٻئي رجحان عملي طور سندس زندگيءَ جي روين مان به جهلڪن ٿا، جو پهرئين دور ۽ پوئين دور ۾ منجهس نمايان تبديليون نظر اچن ٿيون. جنهنڪري اڄ توڙي سڀاڻي جي ادبي حلقن ۾ تعريفي ۽ تنقيدي، ٻنهي حوالن سان گفتگو جو موضوع بڻيل رهندو.

جهڙيءَ طرح شيخ اياز شروعاتي دور ۾ پاڻ ڪجهه عرصو ادبي رسالي "اڳتي قدم" جو ايڊيٽر رهيو تهڙيءَ طرح پوئين دور ۾ ڪجهه وقت سنڌي اخبار 'برسات' جو پڻ ايڊيٽر رهيو ان ريت صحافت جي شعبي ۾ به حصيدار بڻيو اخباري ڪالم ۽ اخبار ۾ ڇپجندڙ سندس دعائون، سندس فڪري تبديليءَ جون شاهد آهن.

شيخ اياز بابت نصير مرزا، جامي چانڊيي، ملڪ نديم، آغا سليم، انور فگار هَڪڙي، هدايت پريم، گُرڏني گانگاڻيءَ ڪتاب ڇپرايا آهن. جڏهن ته تاج جويي پڻ هيٺيان چار ڪتاب ڇپايا آهن:
1. "جر ۾ ٿو جرڪان" (1999ع)، (2). "مان ورڻو هان مان ورڻو هان" (2000ع)، (3). "ساميءَ ويس سلوڪڙا" (2002ع)، ۽ (4). "آءَ درازا هل" (2007ع).

شيخ اياز ٻه شاديون ڪيون، جن مان ڪيس چار پٽ ۽ چار نياڻيون ٿيون. پنهنجي زندگيءَ جا آخري سال ڪراچيءَ جهڙي مصروف شهر ۾ انتهائي اڪيلائپ جي ڏڪوئيندڙ احساس ۾ گذاريائين. دوستن کان ڌار، دل جي بيماريءَ ۾ مبتلا هوندي به آخري دم تائين لکندو رهيو. هن عظيم شاعر 28 ڊسمبر 1997ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه ڀٽ شاهه ۾، ڪراڙ جي ڪپ تي واقع آهي.

**اياز عالم ابڙو**: اياز عالم، سنڌ جو نامور چترڪار، وڊيو گرافر، ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ محقق آهي. هن 3 مئي 1950ع تي قنبر علي خان، ضلعي لاڙڪاڻي ۾، ناميارو چترڪار ۽ استاد محمد عالم ابڙي جي گهر ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان 1966ع ۾ پاس ڪيائين.



ڪيس چترڪاري ۽ فوٽوگرافي ورثي ۾ ملي. ٻالڪپڻ ۾ ئي ادبي ميدان ۾ قدم رکيائين. ڊرامي جي دنيا ۾ اسٽيج، ريڊيو ۽ ٽي ويءَ لاءِ ڪيترائي ڊراما لکيائين. سندس ٽي وي ڊرامن ۾ 'ذات جي ڏيهه ۾'، 'گهايل مرڪ'، 'پنهنجا پنهنجا سپنا'، 'ڪُن ۽ ڪنارا' ۽ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي زندگيءَ تي لکيل ڊرامو 'انت بحر' مشهور ٿيا. سندس ريڊيو ڊرامن ۾ 'سوپارو سانول'، 'انت بحر' ۽ ٻيا تمام گهڻو پسند ڪيا ويا. تحقيقي ميدان ۾ اياز عالم، سنڌ جي پسمنظر ۾ ريڊيو ۽ ٽي ويءَ لاءِ ڪيترين ئي فلمون ۽ دستاويزي پروگرام تيار ڪيا. 1982ع ۾ سندس تيار ڪيل دستاويزي فلم 'ميريحر' کي جرمنيءَ جي عالمي فيسٽيول ۾، اسڪريٽ جي بنياد تي پهريون انعام مليو سنڌ جي پسمنظر ۾ دستاويزي فلمن جا ڪيترائي اسڪريٽ مڪمل ڪري چڪو آهي، جن کي وڊيو رڪارڊنگ ڪري محفوظ ڪرڻ چاهي ٿو هيءُ اٺ سال ميونسپل هاءِ اسڪول قنبر علي خان ۾ آرٽس ۽ ڪرافٽس ٽيچر رهيو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي آڊيوويزوئل سيڪشن ۾ فوٽوگرافر ۽ وڊيوگرافر طور 5 سال خدمتون سرانجام ڏنائين. سنڌي روزاني "الڪ" حيدرآباد ۾ 2 سال آرٽسٽ طور ڪم ڪيائين.

**اياز علي شاهه شيرازي**: اياز علي شاهه شيرازي ٺٽي جي سياسي گهراڻي سان تعلق رکي ٿو هو سيد اعجاز علي شاهه جو پٽ ۽ پيشي جي

لحاظ کان زميندار آهي. هو 2002ع ۾ نئين ضلعي جي تڪ اين اي 237 مان ۽ 2008ع ۾ اين اي 238 مان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو. روزانه هلال پاڪستان جو نگران به آهي.

**اياز قادري:** پروفيسر ڊاڪٽر اياز قادري ناميارو شاعر، افسانه نگار، ڪهاڻيڪار ۽ ماهر تعليم هو. 19 جنوري 1927ع تي لاڙڪاڻي جي مشهور قادري خاندان ۾ ڄائو.



سندس پيءُ جو نالو فقير غلام سرور قادري هو. جيڪو پڻ غزل جو سٺو شاعر هو. هن صحافت جي ميدان ۾ ڪافي خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ هفتيوار اخبار "الحقيقت" به ڪڍي هئائين. اياز قادريءَ لاڙڪاڻي مدرسه هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪرڻ بعد ڪراچيءَ مان بي. اي (آنرس)، ايم. اي (فارسي)، ايم. اي (سنڌي) ۽ ايل ايل بيءَ جون ڊگريون حاصل ڪيون. هن سنڌي غزل جي اوسر تي پي ايچ ڊي جو مقالو علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ ۾ لکي، ڊاڪٽريءَ جي سَند حاصل ڪئي. اياز قادري 1950ع کان 1970ع تائين ايس. ايم. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرر رهيو. 1971ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جو پهريون چيئرمئن مقرر ٿيو ۽ ڏهن سالن تائين انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. پاڻ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ "شاهه لطيف چيئر" جو باني ڊائريڪٽر پڻ رهيو. ان دوران سندس يادگار ڪارنامو، پروفيسر سيد وقار رضويءَ جي تعاون سان، شاهه لطيف رحه جي مڪمل ڪلام جو نثري اردو ترجمو آهي، جيڪو اڪادمي ادبيات پاڪستان طرفان ڇهن جلدن ۾ ڇپايل آهي. اردو، سنڌي ۽ فارسي زبانن جي پليءَ پت جاڻ هئس. ڊاڪٽرصاحب، پنهنجي شاعريءَ جو مجموعو مرتب ڪري رهيو هو پر زندگيءَ سندس ساٿ نه ڏنو جيڪو تازو سندس ڀائيچي ذوالفقار قادريءَ نئين سر ترتيب ڏئي "زلف اياز" جي نالي سان 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ڊاڪٽر اياز قادري 1950ع واري دور ۾، پنهنجي رهائشگاهه تي 'سنڌي ادبي سنگت' جون هفتيوار ادبي گڏجاڻيون ڪوٺائيندو رهيو. 'سنڌي ادبي سنگت' جي ورهاڱي کان پوءِ واري دور جو پهريون سيڪريٽري جنرل ٿيو. جنهن 1956ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي ڪنوينشن ۾ سنگت جي آئيني جوڙجڪ ۽ سڄي سنڌ ۾ تنظيمي ڍانچي کي پڪيڙڻ ۾ ابتدائي ڪردار ادا ڪيو. ڊاڪٽر صاحب 'جمعيت الشعراءِ سنڌ' جو به باني ميمبر هو. پاڻ سنڌيءَ جي چوٽيءَ جي ڪهاڻيڪارن مان هو. سندس چونڊ افسانن جو مجموعو "ٻلو دادا" جي عنوان سان 1956ع ۾ ڇپيو. جنهن جا بعد ۾ ٻيا ڇاپا به پڌرا ٿي چڪا آهن. اياز قادريءَ 'مئڪسم گورڪيءَ' جي مشهور ناول 'آتم ڪهاڻيءَ' جا ٻه جلد پڻ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا، جيڪي سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپرايا ويا. سندس تحقيقي مقالو 'سنڌي غزل جي اوسر' ٻن جلدن ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس هيءُ ڪتاب سنڌي غزل جي نه صرف جامع تاريخ آهي، پر سنڌي شاعرن جو مستند تذڪرو پڻ آهي، جيڪو ٽن صدين تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ پاڻ جي الانا جي انگريزي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 'انسان جي آزاديءَ جا اُڪلاڻ' (1980ع) عنوان سان ڪيو. سندس ٻين ڪتابن ۾ 'مٽيءَ لڌو مان' (1970ع)، 'عشقيه داستان' (1985ع) ۽ 'پرين جون ڪهاڻيون' (لوڪ ادب: 1981ع) به مثالي حيثيت رکن ٿا. ڊاڪٽر اياز قادري 15 ڊسمبر 1997ع تي وفات ڪئي ۽ کيس لاڙڪاڻي ۾ آبائي ڳوٺ ۾ دفن ڪيو ويو.

**اياز گل:** نئين ٽهيءَ جو نمائنده شاعر جنهن جو پورو نالو اياز علي ولد رجب علي دل آهي. هُن سکر شهر ۾ 6 مارچ 1959ع تي جنم ورتو. کيس ننڍپڻ کان ئي علم ادب سان لڳاءُ رهيو. ادبي دنيا ۾ اياز گل جي نالي سان مشهور آهي. هن 1980ع ۾



ايم. اي (سنڌي ادب) ۾ گولڊ ميڊل حاصل ڪيو. 1981ع ۾ ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) ۾ ڪري بعد ۾ ايل. ايل. بي جي ڊگري پڻ ورتي. هن وقت شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. اياز گل نوجوانن ۾ مقبول شاعر آهي، هن 1971ع کان شاگردي واري دور ۾ شاعري جو آغاز ڪيو. سندس پهريون شعر 1973ع ۾ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ "اديون" رسالي ۾ شايع ٿيو. هيل تائين ٻين ڪتابن کان علاوه سندس 6 شعري مجموعا ڇپجي چڪا آهن. ٻاراڻي ادب ۾ پڻ اياز گل جو نالو نمايان رهيو آهي. هُو سٺو فوٽوگرافر پڻ آهي، موسيقيءَ سان گهڻي دلچسپي اٿس. سندس گهر ۾ آڊيو وڊيو ڪئسيٽن ۽ تصويرن جي لائبريري آهي.

اياز گل 1996ع کان 1998ع تائين سنڌي ادبي سنگت جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. ان کان علاوه کيس مختلف انتظامي ۽ اعزازي ذميواريون پڻ مليون آهن، جن ۾:

ميمبر سينيٽ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 2003ع کان اڄ تائين. ميمبر سينڊيڪيٽ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور (2006-2009)، ميمبر بورڊ آف گورنرس، تعليمي بورڊ، سکر (2006ع کان اڄ تائين)، ميمبر بورڊ آف گورنرس سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو (2007-08)، سيڪريٽري ۽ ميمبر بورڊ آف اسٽڊيز (سنڌي)، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي (1991ع کان اڄ تائين)، ميمبر صلاحڪاري بورڊ، شيخ اياز چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، انچارج 'تنوير عباسي' چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور (2003ع کان اڄ تائين)، ميمبر بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙي/ سکر، جنرل سيڪريٽري، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، سنڌ.

اياز گل کي مختلف ادارن کان اوارڊ، شيلڊون ۽ ميڊل پڻ مليا آهن.

گولڊ ميڊل (ايم. اي، سنڌي ادب ۾ پهرين پوزيشن تي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي مان) 1980ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي طرفان اوارڊ (ڪتاب 'سوچون سرها گل' تي) 1978ع، ينگ رائيٽرس گلڊ اوارڊ (ڪتاب 'گل ۽ تارا' تي) 1979ع، سِڪا طرفان گولڊ ميڊل (ڪتاب 'ڏينهن ڏٺي جا سپنا' تي) 1992ع، استاد بخاري سنگت اوارڊ (ڪتاب: 'توبن ڪهڙا ڇانورا' تي) 1992ع، اڪيڊمي آف ليٽرس طرفان شاهه لطيف اوارڊ (ڪتاب: 'ڏک جي نه ٻجهائيءَ' تي) 1997ع، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، ٻاران اوارڊ (ڪتاب: 'ڏک جي نه ٻجهائيءَ' تي) 1997ع، سچل سرمست اوارڊ (سچل يادگار ڪاميٽي طرفان) 1997ع ۽ 2000ع، تيرهون اسٽار اوارڊ (سائوٿ ايشيا پبليڪيشن طرفان) 2003ع، پي. ٽي. وي طرفان (بهترين شاعر جو اوارڊ) 2000ع ۽ 2001ع، 'شيخ اياز' شيلڊ (حسن ڪاڪرڱيءَ تي) 2002ع ۽ ٻيون شيلڊون.

اياز گل ڪجهه عرصو ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ سان گڏ سچل چيئر ۾ به ڪم ڪيو. سنڌي شعبي، شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي مخزن "پٽائي" جو ايڊيٽر ۽ معاون به رهيو آهي. سنڌي ادبي سنگت جي رسالي "سنگت" جو بنياد

وڌائين. سندس ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي: 1. سوچون سرها گل (تاج جويي سان گڏ شاعري) 1978ع. 2. گل ۽ تارا (ٻارن لاءِ شاعري) 1979ع. 3. پيلا گل پلاٽند ۾ (غزل) 1980ع. 4. ڏينهن ڏٺي جا سپنا (شاعري) 1984ع. 5. توبن ڪهڙا ڇانورا (شاعري) 1992ع. 6. دک جي نہ پڇاڻي آ (شاعري) 1997ع. 7. سڪر جون يادگيريون (سهيڙيل ۽ ايڊٽ ڪيل) 2001ع. 8. پوان شل قبول (تنوير عباسيءَ تي لکيل مقالن جي ترتيب) 2006ع. 9. روشن آسانجهي (ايڊيٽنگ ۽ ترتيب) 2008ع.

جڏهن تہ سندس ڪتاب "زنگ لڳل زندگي" ۽ "رنگن واري دنيا" ڇپائيءَ هيٺ آهن. هُن جا غزل، وايون ۽ گيت عابده پروين، صادق فقير، سرمد سنڌيءَ، برڪت پٽ، ثمينہ ڪنول، شازيہ خشڪ ۽ رحمت ميرالي سميت سنڌ جي مشهور فنڪارن ڳائي داد ماڻيو. اياز گل پنهنجي شريڪ حيات، 'مستور بخاري' ۽ پٽ 'پرين اياز' سان گڏ سکر ۾ رهائش پذير آهي. مستور بخاري، پاڻ ليکڪا ۽ آرڪيالاجي شعبي سان لاڳاپيل آهي.

**ايازلطيف پليجو:** نئين ٽهيءَ جو نوجوان نثرنگار، شاعر ۽ عوامي تحريڪ جي سرواڻ رسول بخش پليجي جو پٽ. اياز لطيف پليجو 15 نومبر 1965ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو هو. بي. اي. ايل. ايل. بي. ايم. ايس. سيءَ. انوائرونمينٽ ۽ ڊولپمينٽ ۾ گريجوئيشن پڻ ڪيل اٿس.



هي نوجوان حوصلي مند وڪيل آهي. ماحوليات ۽ انساني حقن جي شعبي ۾ جاکوڙيندو رهي ٿو اياز لطيف پليجو. نئين ٽهيءَ جي نثرنگارن ۽ شاعرن ۾ هڪ منفرد حيثيت رکي ٿو. گڏوگڏ هيءَ سٺو ڪالم نگار ۽ تجزيي ڪار پڻ آهي. سندس شاعري ۽ ليک، سنڌ جي اڪثر رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. مختلف موضوعن تي سندس 5 ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا: (1) "ٽي مسافر ٽي شهر" (سفر نامو)، (2) "سارون، سپنا، آزادي"، (3) "دنيا پنهنجي، ديس پرايا" (سفرنامو) ۽ (4) "ٻاک جي ساک" (سفرنامو) (5) "قانون سيني لاءِ" (قانوني ڄاڻ) (6) قانون ۽ انصاف.

هيستائين دنيا جي پنجن کنڊن جي اهم يونيورسٽين ۾ انساني حقن، اقليتن، عورتن ۽ سنڌ جي پاڻيءَ واري ڪيس بابت ڪيترا پيپر پيش ڪري چڪو آهي. لاڪاليج حيدرآباد ۾ پڙهائيندو بہ آهي. هي نوجوان سنڌ ۾ انساني حقن جي جدوجهد ۾ پنهنجن همعصرن ۽ همعصر وڪيلن کان وڌيڪ وقت ڏيندڙ ۽ تجربيڪار وڪيل آهي. ان ڏس ۾ حيدرآباد جي شهرين کي زهريلي پاڻيءَ جي فراهمي، ناجائز روڊ ٽيڪس، صغير قيدين، پسند جي شادين، معذورن جي اسڪول ۽ اقليتن جي اغوائن خلاف ڪيترائي ڪيس ڪٽي چڪو آهي. موسيقي، سياحت، شاعري، سياست ۽ تيراڪي هن جا پسنديده مشغلا آهن.

**اي. اي. ابڙو، ڊاڪٽر:** مهراڻ يونيورسٽيءَ جو سابق وائيس چانسلر ڊاڪٽر عبدالاحد ابڙو ولد حاجي پير محمد ابڙو دادوءَ ۾ ڄائو ابتدائي تعليم دادوءَ مان ورتائين. هو پهريون وائيس چانسلر هو جنهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج مان، 1968ع ۾، سول انجنيئرنگ ۾ گريجوئيشن ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب کي تعليمي ميدان ۾، خدمتون انجام ڏيڻ ۽ پنهنجي پيشي سان سچائي ۽ سخت محنت عيوض، اسلامي جمهوريہ پاڪستان صدر طرفان، 1989ع ۾، ستاره امتياز سان نوازيو ويو. 1987ع ۾، وائيس چانسلر جون ذميواريون سنڀالڻ کان پوءِ، سندس ڪاوشن سان، مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾، "اسٽوڊنٽس ڪوآرڊينيشن ڪاميٽي" قائم ڪئي وئي، جنهن ذريعي ڪئمپس ۾، نصابي ۽ غيرنصابي سرگرمين کي ترقي ڏيارڻ ۾ وڏي هٿي ملي. نرم دلي، بهتر رويي ۽ سٺي ايڊمنسٽريٽر هئڻ ڪري پاڻ استادن ۽ شاگردن جي محبوب شخصيت هو

ڊاڪٽر صاحب، يونيورسٽيءَ ۾، سول انجنيئرنگ شعبي جو چيئرمئن، فئڪلٽي آف انجنيئرنگ ۽ فئڪلٽي آف ٽيڪنالاجي جي ڊين ۽ ٻين عهدن تي پڻ خدمتون انجام ڏئي چڪو آهي.

**اي. ايم. قريشي:** ڪراچيءَ جو مسلم ليگي رهنما. 1917ع ۾ ڪاٺياواڙ جي هڪ غريب گهراڻي ۾ ڄائو. 12 سالن جي عمر ۾ محنت مزدوري ڪرڻ شروع ڪيائين. 1939ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٽرانسپورٽ جو ڪم شروع ڪيائين. آهستي آهستي سندس ڪاروبار ترقي ڪرڻ لڳو. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هن لڏي آيل بي يار و مددگار ماڻهن جي ڀرپور مدد ۽ خدمت ڪئي. هن اسلاميہ سائنس ڪاليج، اسلاميہ لا ڪاليج ۽ اسلاميہ ڪامرس ڪاليج الڳ الڳ قائم ڪيا. سندس تعليمي خدمتن جي پيش نظر صدر ايوب خان کيس "سرسيد ثاني" چوندو هو. 1948ع ۾ ڪراچي مسلم ليگ جو صدر چونڊيو 1949ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ جو خزانچي ۽ 1954ع ۾ سنڌ صوبائي مسلم ليگ بورڊ جو ميمبر ٿيو. 1956ع ۾ ڪراچيءَ مان اولهہ پاڪستان جي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ 1962ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو هن 23 جون 1989ع تي وفات ڪئي. ڪراچيءَ ۾ پنهنجي قائم ڪيل اسلاميہ ڪاليج ۾ دفن ٿيل آهي.

**اي. ايم. مسلم جيمخانہ:** اي. ايم. مسلم جيمخانہ ڪلب، ڪراچيءَ جو آغاز 1927ع ۾ ٿيو. هن جيمخاني ۾ هڪ بهترين ڪرڪيٽ جو ميدان ۽ هڪ شاندار پويلين پڻ آهي. هيءَ ڪلب سر عبدالله هارون جي مالي مدد سان تعمير ٿيو.

**ايباڪس** (Abacus): ڪاٺ جو هڪ چورس فريم، جنهن جي وچ ۾ ننڍڙا گول رنگين بال، سادين لوهي تارن ذريعي پيل هوندا آهن. اهو فريم اڪثر پرائمري اسڪولن ۾ موجود هوندو آهي، جنهن جي مدد سان استاد، شاگردن کي سولائيءَ سان حساب سيکاريندا آهن.اهو فريم چين جي پراڻي دؤر جي رياضي دان ايباڪس (Abacus) متعارف ڪرايو هو انهيءَ جي ڪري ان جو نالو ئي "ايباڪس" پئجي ويو سنڌيءَ ۾ ان کي "انگ ڳڻٽو" بہ چيو ويندو آهي.

**ايبڪ:** غلام گهراڻي جي پهرئين بادشاهہ، قطب الدين جو لقب. (قطب الدين ايبڪ)، جنهن هندستان تي 1206ع کان 1210ع تائين حڪومت ڪئي.

**آيٽ/ ائٽ:** هڪ تارو، جيڪو بڊي مهيني جي پهرين ڏهن ڏينهن ۾ اڀري ٿو (آگسٽ جي 17 کان 27 تاريخ). ڪن جي چوڻ موجب بڊي جي پوين تاريخن يا اڃا بہ اَسوءَ جي پهرين تاريخن ڌاري اُڀري ٿو پهريائين اَسر وقت اُڀري ۽ جيئن پوءِ تيئن اڳ ۾ اُڀري، تان جو آڌيءَ ڌاري اُڀرندو آهي. ڏکڻ اوير کنڊ کان اُڀرندو ۽ ڏاکڻي اُفق تي ئي رهندو. عام خيال موجب ايٽ اُڀري درياهہ جي پاڻيءَ ۾

چينهرو آٽيندو. مال جو کير سُکائيندو. ٻرن کان ٻاهر جيڪي جيت هوندا. تن کي ماريندو. ان وقت چمڙو رڱبو تہ خوشبوءِ ڪندو.

**ايٽُ/ آئٽُ:** ائٽ سُٽ ڪتڻ جي قديم گهريلو ڪَلَ آهي، جنهن جا لڳ، ڀڳ، سمورا عضوا/ پرزا ڪاٺ مان ٺهيل ٿين ٿا. اڳتي هلي جيئن جيئن ترقي ٿي ۽ ضرورت محسوس ٿي، تيئن تيئن ڪي پرزا لوهہ جا بہ استعمال ٿيڻ لڳا. ائٽ جو روايتي نمونو ڪجهہ ان ريت آهي تہ ان ۾ ڪاٺ جو هڪ وڏو چرخو ۽ ان کي



ڦيرائڻ لاءِ هٿيو ٿئي ٿو. وڏو چرخو ڏوريءَ جي ذريعي هڪ ننڍي چرخيءَ سان ڳنڊيل ٿئي ٿو. جڏهن هٿئي سان وڏو چرخو ڦيرائبو تہ ڏوريءَ جي وسيلي ننڍي چرخي تيزيءَ سان ڦرڻ لڳندي. اها ننڍي چرخي سُٽ مان ڌاڳو تيار ڪندي آهي. هاڻي، صنعتي ترقيءَ کان پوءِ روايتي ائٽ ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي. هيءَ قديم ڪل نہ رڳو سنڌ ۽ هند پر سڄي دنيا ۾ يورپ کان وٺ اوڀر ۽ چين تائين استعمال ۾ رهي آهي. خيال آهي تہ سڄي دنيا ۾ چرخي جي ابتدا سنڌو ماٿريءَ کان ٿي، ڇاڪاڻ جو هتي ڪپهہ جي پوک ٿيندي هئي. ڪپهہ مان ڪپڙو ٺهندو هو جيڪو 'سنڌڻ' جي نالي سان مشهور هو. سنڌ جي ٺهيل ململ مصر ڏانهن ويندي هئي، جنهن مان مصر جي فرعون بادشاهن جو لباس ٺهندو هو. اهو بہ ثابت ٿيو آهي تہ مصر جي اهرامن مان هٿ آيل مَمِيُن جو ڪفن پڻ سنڌ جي ململ مان ٺاهيندا هئا. اوچي جي فن ۾ چرخو ڪتڻ ڪپڙي اُڻڻ جو پهريون ڏاڪو هو.

**اي ٽرپ ٽُ آمريڪا** (سفرنامو): محمد انور بلوچ، ٻيلي کاتي ۾ آفيسر آهي. هو ان سلسلي ۾ ٽريننگ لاءِ سرڪاري خرچ تي آمريڪا ويو هو ۽ واپسيءَ تي "اي ٽرپ ٽُ آمريڪا" جي نالي سان سنڌيءَ ۾ سفرنامو لکيو هئائين. سفرنامي ۾ هن آمريڪا جي سير سفر کان سواءِ اها جديد زرعي ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪا هن آمريڪا ۾ ڏٺي ۽ سمجهي هئي. هيءَ ڪتاب آبادگارن لاءِ پڻ ڏاڍو ڪارائتو آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو مارچ 1996ع ۾ "سچائي ڪتاب گهر" دڙي مان ڇپيو. جيڪو يوسف سنڌيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو ملهہ هڪ سئو رپيا آهي.

**اَيٽ/ اَئٽَ:** ڇهن يا اٺن مهينن جي ڄمار جي ٻڪري (جيڪا اڃا لڳي نہ هجي)، ٻَٽَ.

**ايجابُ:** نڪاح يا ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪنهن بہ طرف جي آڇ. مثلاً مڙس جو زال لاءِ چوڻ تہ "قبول آهي". يا زال جو مڙس لاءِ چوڻ تہ "قبول آهي". انهيءَ عمل کي "ايجاب" چئبو آهي.

**اي. جي. چانڊيو:** اي جي چانڊيي جو پورو نالو اعجاز علي چانڊيو هو. هو 31 آڪٽوبر 1966ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. هن ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) ۽ بي. ايڊ، تائين تعليم حاصل ڪئي. هو ڪاپي ڊر جي سوچ رکندڙ هو ۽ روزاني "عبرت" اخبار ۾ ايڊيٽوريل صفحي جو انچارج هو. سٺو ڪالم نگار،



ڪهاڻيڪار، ڊرامہ نگار ۽ صحافي هو. ڪيترين ئي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪالم، ڪهاڻيون، فيچر رپورٽون ۽ ترجما ڇپيل اٿس. هن جا لکيل ڊراما اسٽيج ٿيا. اسٽريٽ ٿيٽر ۽ اسٽيج جي دنيا ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. هن آخري ڀيرو حيدرآباد پريس ڪلب طرفان سنڌي ٻوليءَ جي ناماري ڪهاڻيڪار ۽ ليکڪ امر جليل سان ملهايل شام ۾ تقرير ڪئي ۽ امر جليل کان ڪيترائي سوال پڇيا. انهيءَ تقريب ۾ ڪچهري ڪندي هن کي دل جو دورو پيو ۽ اسپتال پهچڻ کان پهرين 27 مئي 2007ع تي گذاري ويو.

**ايڇ. اي. جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ آف ڪيمسٽري:** ڪراچي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل علم ڪيميا جو وڏو تحقيقي ادارو. هن اداري جي رٿا حڪومت پاڪستان 1976ع ۾ هڪ ڪروڙ 18 لک روپين جي لاڳت سان منظور ڪئي هئي، جنهن ۾ جرمنيءَ جي حڪومت طرفان 88 لک رپين جي برابر پرڏيهي ناڻو عطيي طور شامل هو. جرمنيءَ جو اهو عطيو پروفيسر وولنيئر جي ذاتي ڪوشش جو نتيجو هو. ڪراچيءَ جي صنعتڪار لطيف ابراهيم جمال پنجاهہ لک روپين جو عطيو ڏنو هو. اهو عطيو ان وقت، پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو عطيو هو. تنهنڪري اداري جو نالو سندس وڏي ڀاءُ حسين ابراهيم جمال جي نالي تي رکيو ويو. ادارو پنهنجي نئينءَ عمارت ۾ 1978ع ۾ منتقل ٿيو. اداري جي ٺهڻ کان پوءِ جڏهن ڊاڪٽر سليم الزمان صديقيءَ، ڊاڪٽر وقارالدين احمد، ڊاڪٽر ظفر ايچ زيديءَ ۽ ڊاڪٽر عطاءُ الرحمان جي غيرمعمولي ۽ مخلص ڪوشش سان ڪيميائي تحقيق جي هن اداري عالمگير شهرت حاصل ڪئي، تہ برطانيا، جاپان، جرمنيءَ ۽ ٻين ملڪن کان بہ وڏا عطيا ملڻ لڳا. هن وقت هيءُ ادارو ڪيميائي تحقيق جي شعبي ۾ ٽين دنيا ۾ سڀ کان وڏو ادارو آهي.

هن اداري جي اهتمام هيٺ ڪيترائي مذاڪرا ۽ ڪانفرنسون ٿيون آهن، جن ۾ نوبل انعام يافتہ ممتاز ڪيميادانن بہ شرڪت ڪئي آهي. ان کان سواءِ هتي دنيا جي ٻين ملڪن جي سائنسدانن سان گڏجي، گڏيل تحقيقي منصوبن تي بہ ڪم ٿيندو رهيو آهي، جنهن جا نتيجا پوريءَ دنيا جي فائدي لاءِ مستند ۽ معياري سائنسي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

**ايڇ. ايم. خواجہ:** سنڌ جو ناميارو استاد ۽ تعليمد ان حاجي خان، مهر علي خواجہ، 11 آڪٽوبر 1907ع تي سنڌ جي تاريخي شهر ملاڪاتيار ۾ ڄائو.



ابتدائي تعليم حيدرآباد ۾ ۽ ثانوي تعليم ٽنڊي باگي جي مير غلام محمد مدرسي مان ورتائين. مئٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد مان ڪيائين. 1932ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج، ڪراچيءَ مان بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1936ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. ٽيءَ جو امتحان پاس ڪيائين. لاڙڪاڻي ۽ ميرپورخاص ۾ ملازمت ڪرڻ کان پوءِ

خواجه صاحب 1936ع ۾ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول، نوابشاهه جو هيڊماستر مقرر ٿيو. 1972ع تائين انهيءَ عهدي تي قائم رهيو نوابشاهه ضلعي ۾ تعليمي درسگاهون قائم ڪرڻ ۾ خواجه صاحب جو وڏو هٿ آهي. پاڻ 1972ع کان پوءِ بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن، حيدرآباد جو چيئرمين به ٿي رهيو. سيڪنڊري بورڊ جي جمنازيم ۽ مهراڻ آرٽس ڪائونسل جون عمارتون سندس محنت جون يادگار آهن. خواجه صاحب وڏو تعليمي ماهر ٿي گذريو آهي. هن جون تعليمي خدمتون سنڌ وساري نه سگهندي. سنڌ ۾ هزارن جي تعداد ۾ سندس شاگرد آهن. 20 سيپٽمبر 1999ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين.

**ايڇ. ٽي. لئمبرڪ**: سنڌ جي تاريخ، جاگرافي ۽ آثار قديمه تي مهارت رکندڙ ۽ سنڌ جي اڳوڻي انگريز عملدار ايڇ. ٽي لئمبرڪ ( Hugh Trivor Lamberic) 1940ع ۾ برطانيا ۾ جنم ورتو هن آڪسفورڊ جي اورينٽيئل ڪاليج ۾ تعليم ورتي ۽ جديد تاريخ ۾ نمايان پوزيشن حاصل ڪئي. هن جو هڪ اهڙي انگريز خاندان سان واسطو هو جن جي فردن سنڌ ۾ انگريزن جي آمد کان اڳ ۽ 1843ع ۾ سنڌ جي فتح کان پوءِ ملازمت ڪئي هئي. هن جو نانو 1889ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر رهي چڪو هو. ايڇ. ٽي. لئمبرڪ 1927ع ۾ انڊين سول سروسز ۾ شامل ٿيو ۽ آءِ سي. ايس (I.C.S) جي ڪليل چٽاڀيٽيءَ واري امتحان ۾ پهريون نمبر آيو ۽ آءِ سي. ايس جي بمبئيءَ ڪيڊر ۾ شامل ٿيو. اهڙيءَ طرح هو 1927ع کان 1946ع تائين سنڌ ۾ ڪيترن ئي انتظامي عهدن تي رهيو. لئمبرڪ 1933ع ۾ سنڌ ايڊمنسٽريٽو ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو جنهن ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۾ سر عبدالله هارون ۽ ايوب کهڙو شامل هئا، جن کي 1935ع جي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ هيٺ بمبئي پرڳڻي کان ڌار ٿيندڙ خودمختيار سنڌ صوبي جي سموري انتظامي جوڙجڪ تيار ڪرڻ جي ذميواري سونپي وئي هئي. 1940ع واري ڏاڪي ۾ هو حُرن جي ڪاروواين ۾ ملوث ٿيو جنهن دوران سڄي اپرندي سنڌ تي مارشل لا مڙهي وئي هئي ۽ هن مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت ۾ حُرن تي سختيون ڪيون. مرحوم آغا عبدالنبي سندس هٿ هيٺ نائب ائڊمنسٽريٽر طور ڪم ڪيو.



حُر تحريڪ جي پسمنظر ۾ ناول جي انداز ۾ لکيل سندس ڪتاب " The Terrorist" مشهور آهي، جنهن ۾ 1940ع واري ڏاڪي جي حُر تحريڪ تي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪيترين اعتراض جوڳيون ڳالهيون به لکيل آهن، جن سان حُر تحريڪ سان لاڳاپيل ماڻهن ۽ سنڌ جي تاريخدانن کي سخت اختلاف آهن. هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو "حُر گوريلا جنگ" جي نالي سان مشهور اديب عطا محمد ڀنڀرو 2002ع ۾ ڪيو آهي.

لئمبرڪ 1934ع کان 1935ع تائين جيڪب آباد ضلعي جو ڊپٽي ڪليڪٽر رهيو. ٿوري عرصي تائين بدلي ٿيڻ بعد وري هڪ سال هن ئي ضلعي جو ڊپٽي ڪليڪٽر رهيو سنڌ ۾ نوڪريءَ دوران لئمبرڪ سنڌي زبان تي چڱي مهارت حاصل ڪئي. هن واندڪائيءَ وارو وقت سنڌ جي قديم تاريخ، جاگرافي، آرڪيالاجي، قومن ۽ قبيلن جي ڄاڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو انهن موضوعن تي هن "سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ" جي جرنل ۾ ڪيترائي مضمون لکيا ۽ خود هن سوسائٽيءَ جو 1940ع کان 1943ع تائين صدر پڻ رهيو 1947ع ۾ لئمبرڪ انڊين سول سروس تان رٽائرمينٽ کان پوءِ سنڌ ڇڏي انگلينڊ هليو ويو جتي کيس اورينٽيئل ڪاليج آڪسفورڊ ۾ "هندستاني تاريخ" ۾ سينيئر ريسرچ فيلو مقرر ڪيو ويو جتي هن 1971ع تائين ڪم ڪيو هن کي 1971ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان ڊي.لٽ جي ڊگري ڏني وئي ۽ اورينٽيئل ڪاليج جو فيلو ايميرٽس (Fellow Ameratus) چونڊيو ويو

ايڇ .ٽي. لئمبرڪ انگلينڊ واپسيءَ واري وقت شادي ڪئي، سندس گهر واري گنٻلري وقت کان اڳ 1968ع ۾ گذاري وئي. کيس ٻه پٽ، رچرڊ ۽ وليم ٿيا. ايڇ.ٽي لئمبرڪ خود هڪ ڏکي بيماريءَ کان پوءِ 31 آگسٽ 1982ع تي وفات ڪئي.

ايڇ. ٽي. لئمبرڪ کي سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي لباس سان پيار هو هو بوسڪيءَ جي جوڙي ۽ پٽڪي ۾ ملبوس رهندو هو سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ جڏهن لنڊن جي آڪسفورڊ شهر ٻاهران بُوئر جي ٽڪريءَ تي رهائش پذير هو. تڏهن سنڌ جو ڪو ماڻهو سائٽس گهر تي ملڻ ويندو هو ته ان کي سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت جا رنگين قصا ٻڌائي خوش ٿيندو هو هن سنڌ بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ هيٺيان مشهور آهن:

(i) Sir Charles Napier and Sindh (1952).

(ii) John Jacob of Jacobabad (1966).

(iii) Sindh: A General Introduction Vol:I.

(iv) Sindh Before Muslim Conquest Vol:II.

هن پويان ٻئي ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ جي گذارش تي لکيا هئا، جن مان پهريون ڪتاب 1964ع ۾ ۽ ٻيو ڪتاب 1973ع ۾ شايع ٿيو هو جنهن جا ان کان پوءِ ٻه ٻه ڇاپا اچي چڪا آهن. هنن ٻنهي ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو: "سنڌ: هڪ عام جائزو" ۽ "سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ" عنوان سان سنڌي ادبي بورڊ پاران، ترتيبوار 1982ع ۽ 1984ع ۾ ڇپيا ۽ ٻنهي ڪتابن جا هن وقت تائين ٽن کان وڌيڪ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. پهرين ڪتاب جو ترجمو سليم احمد ۽ ٻئي جو سومار علي سومري ڪيو هو ۽ سنڌي ترجمي جي تصحيح ناميارى دانشور محمد ابراهيم جويي ڪئي هئي.

کيس سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪرڻ جي صلي ۾ "سنڌ: صدين کان سيمينار" جي موقعي تي 1975ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ پاران اعزازي ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ڏني وئي.

تازو "ليمبرڪ پيپرس" انگلينڊ ۾ پڌرا ڪيا ويا آهن. جن ۾ انگريزي دور ۾ حُرن بابت ايڇ.ٽي. لئمبرڪ جي سموري لکپڙهه شامل آهي. ان مواد کي "سي.ڊي" جي صورت ۾ محترم خادم حسين سومري سنڌ آندو هو ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي هال ۾ اٿارٽيءَ ۽ سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ جي سهڪار سان 25 جنوري 2009ع تي جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان پروگرام جي رونمائي ڪئي هئي. ان موقعي تي اديبن ۽ عالمن ان مواد تي روشني وجهندي چيو هو ته هي مواد اختلافي آهي، جنهن ۾ حرن خلاف انگريزن جو هڪ طرفو موقف پيش ڪيل آهي. بهرحال ان جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ جي اهم رخن جو نئين سر جائزو وٺي سگهجي ٿو.

**ايڇ. جي. راورٽي**: ايڇ. جي. راورٽي (Henry George Roverty) 31 مئي 1825ع ۾ ڄائو سندس پيءُ جو نالو پيٽر راورٽي هو هينري راورٽي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ انڊين آرمي آفيسر طور ڀرتي ٿيو ۽ 1863ع ۾ ميجر جي عهدي تي پهتو هيءُ 1864ع ۾ سول ملازمت ۾ آيو هن 1950-1849ع ۾

پنجاب ۾ سوات جي مهمن ۾ حصو ورتو. 1852ع کان 1859ع تائين پنجاب ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر رهيو. ڪجهه سال پشاور ۽ افغانستان ۾ بہ نوڪري ڪيائين. اتي ملازمت ۽ رهائش دوران فارسي ۽ پشتو زبانن تي وڏي مهارت حاصل ڪري پاڻ کي لسانيات جو ماهر ثابت ڪيائين. پشاور ۾ ملازمت ڪرڻ دوران هن مشهور اسڪالر عبدالرحمان خان محمد زئيءَ کان پشتو سکي. افغان شاعريءَ تي وڏي تحقيق ڪئي. هن "گزيٽيئر آف پشاور" پڻ ترتيب ڏنو. ان کانسواءِ هن هيٺيان ڪتاب لکيا:

(i). A Grammar of the Pukhto, Pushto or Language of the Afghans (1855), (ii) Thesaurus of English and Hindustani Technical Terms (1859), (iii). A Dictionary of the Pukhto, Pushto or Language of the Afghans (1860), (iv). A Dictionary of Pukhto, Pushto or Language of Afghans, with remarks on the originality of the Language and its affinity to other oriental languages (1867), (v). Selections From the Poetry of the Afghans (1867). (vi). The Tabakat-i-Nasri (طبقات ناصري) of Minhaj-i-Siraj, Abu Umer Usman. A general history of the Muhammadan dynasties of India-Translation (1881-88), (vii). Notes on Afghanistan and part of Baluchistan (1881-1888), (viii). History of the Harat, (ix) Analysis of Khurasan, (x). Mehran of Sindh.

راورٽي محنتي انسان هو. کيس لکڻ ۽ پڙهڻ جو وڏو شوق هو. زندگيءَ جي آخر تائين لکڻ پڙهڻ ۾ مصروف رهيو. هن 20 آڪٽوبر 1906ع ۾ وفات ڪئي.

راورٽي جي ڪتاب "مهراڻ آف سنڌ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مشهور دانشور عطا محمد ڀنڀري "سنڌ جو مهراڻ" نالي سان ڪيو آهي. جيڪو 1995ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ هن وقت ان جو ٻيو ڇاپو ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**اي درد هلي آءُ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي برک ليکک سراج الحق ميمڻ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 158 صفحا آهن. ان جو پهريون ڇاپو عظيم پبليڪيشن، سنڌ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇاپيو. جنهن جي قيمت 2 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ايڌي چائلڊ هوم**: ڪراچيءَ کان 45 ڪلوميٽر پري سپر هاءِ وي تي ايڌي وليج ۾ "ايڌي چائلڊ هوم" نالي هڪ ادارو آهي. جنهن ۾ لاوارث ۽ معصوم ٻار رهن ٿا. هن چائلڊ هوم ۾ ٻارن لاءِ تربيتي اسڪول، ديني مدرسو ۽ ٻيا ڪيترائي هنر سيکارڻ جا مرڪز آهن. جن ۾ درزڪو هنر، پلمبنگ، اليڪٽريشن، ويلڊنگ ورڪشاپ آهن ۽ ٻيا هنر بہ سيکاريا وڃن ٿا. معصوم ٻارن جي صحت لاءِ اسپتال بہ قائم آهي. جيڪي ٻار پوليس جي تحويل ۾



اچن ٿا. انهن لاءِ الڳ ڪئمپ قائم ٿيل آهي. ايڌي وليج ۾ هر طرف خاموشي هوندي آهي ۽ اتي هر ٻار پنهنجي ڪم ۾ مصروف هوندو آهي. ايڌي وليج اٺن شعبن ۾ ورهايل آهي. پهريون وارڊ معذور ٻارڙن جو آهي. ٻئي وارڊ ۾ نفسياتي مريض ٻار رهن ٿا. ٽيون وارڊ بالغ نفسياتي ٻارن جو. چوٿون وارڊ هيروئن جي نشي ۾ ورتل فردن جو پنجون وارڊ ٽي. بيءَ جي مريضن جو آهي. ڇهين وارڊ ۾ او. پي. ڊي آهي. ستون وارڊ پوليس جي تحويل ۾ آيل ٻارن جو آهي. جڏهن تہ اٺون وارڊ ايڌي چائلڊ هوم آهي. هن چائلڊ هوم ۾ 4 سالن کان وٺي 14 سالن تائين جا ٻار موجود آهن. جن ۾ ڪيترائي اهڙا ٻار آهن. جن کي والدين پاڻ ڇڏي ويا آهن. پر اڪثريت لاوارث ٻارن جي آهي. ايڌي چائلڊ هوم ۾ بهترين پرورش ڪئي وڃي ٿي. ٻارن کي سٺي تعليم ڏني وڃي ٿي. ٻارن جي تفريح لاءِ ٽيليويزن ۽ ٽيپ رڪارڊ پڻ موجود آهن. ايڌي چائلڊ هوم جي درزڪي ڪم واري شعبي ڪيترين ئي سلائي مشينون موجود آهن.

**ايڌي، عبدالستار**: پاڪستان جو مشهور انسان دوست ۽ سماجي ڪارڪن عبدالستار ايڌي 1929ع ۾ جهونا ڳڙهه جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس والد ڪپڙي جو واپاري هو جڏهن ايڌي يارنهن سالن جو ٿيو تہ سندس ماءُ کي شگر جي بيماريءَ سبب فالج ٿيو تہ هن ماءُ جي بيحد خدمت ڪئي. ننڍپڻ کان ٻين جي مدد ڪرڻ جو قائل هو. جيڪو عمل اڳتي هلي سندس زندگي کي ڪامياب بڻائڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿيو.



هنن جو ڳوٺ گجرات ۾ جهونا ڳڙهه ويجهو "بانٽوا" نالي هو جتي جي 25 هزار آباديءَ مان 75 سيڪڙو ميمڻ برادريءَ تي ٻڌل هئي. هي ڌوٻي واڙي ۾ رهندا هئا. عبدالستار ايڌي جڏهن ستن سالن جو ٿيو تہ ڌوٻي واڙي مان لڏي هڪ ٻئي پاڙي ۾ اچي ويا. عبدالستار ايڌيءَ جي پڙهڻ سان گهٽ دلچسپي هئي ۽ راند روند تي ڌيان وڌيڪ ڏيندو هو. ڪلاس ماسٽر کيس مانيٽر بنايو ۽ ايئن هن ۾ اڳتي وڌڻ جو ذوق پيدا ٿيو. سندس والد وڻج واپار سبب گهر کان اڪثر ٻاهر رهندو هو ۽ ننڍڙي عبدالستار جي تربيت ماءُ جي هٿن ۾ ٿي. هن ۾ ننڍي هوندي کان ئي ماڻهن جي خدمت جو جذبو موجود هو. هو ذهني اپاهجن ۽ غريبن سان همدردي ڪندو هو. هن 11 سالن جي ڄمار کان نماز روزي جي پابندي ڪئي. پر ڪڏهن بہ مذهبي انتهاپسند نہ رهيو. چوٿين ڪلاس ۾ پڙهائي ڇڏي ڏنائين. 11 سالن جي ڄمار ۾ ڪپڙي جي واپاري حاجي عبدالله جي دڪان تي 5 رپيا مهينو پگهار تي بيٺو. هي ڪپڙن جا تاڪيا پٺن تي رکي گهر گهر وڪڻندو هو. هن دڪان بہ هلايو ۽ هڪ پيرو وري پهرئين انگريزي درجي ۾ پڙهڻ ويٺو. 15 سالن جي ڄمار ۾ رسمي تعليم ختم ڪيائين. ننڍي هوندي گجراتي اخبارن جو مطالعو ڪندو هو. بمبئي سماچار وسيلي مارڪس ۽ لينن جي نظريي کان واقف ٿيو. هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جو مطالعو ڪيائين. سندس ذهن ۾ تبديلي مئڪسم گورڪيءَ جي ناول "ماءُ" آندي ۽ سندس من ۾ "انقلاب" لاءِ دلچسپي وڌي. هن جو پيءُ لبرل فلسفي ذهن رکندڙ هو. انگريزن جي آخري دور ۾ قائد اعظم محمد علي جناح بانٽوا ۾ وڏو سياسي جلسو ڪيو جنهن ۾ عبدالستار ايڌي ۽ سندس سائين 35 هزار رپيا گڏ ڪيا ۽ مسلم ليگ جا ميمبر بڻيا. ورهاڱي وقت هندو مسلم فسادن جي خطري سبب ٽيهارو هزار ميمڻن سان گڏ هن خاندان بہ پاڪستان هجرت ڪئي. هن جو خاندان ڪراچيءَ جي پسگردائي ۾ ملير ۾ اچي رهيو.

1957ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ ڦهليل وبا "فلو" سبب ڪيترا ماڻهو مري ويا تہ ايڌيءَ تي ان جو ڏاڍو اثر ٿيو هن شهر جي ٻاهران تنبو هڻي متاثرن کي اتي رهايو ۽ سندن وس آهر خدمت ڪئي. ترت ڪراچيءَ جي ڪجهه دولتمندن

سندس مالي مدد ڪئي. ان وقت هن هڪ ڊسپينسري قائم ڪئي ۽ ايمبولينس سروس بہ شروع ڪيائين. ان سان گڏ مفت ويم گهر بہ قائم ڪيائين ۽ بي. بي. سي جي رپورٽ موجب 2002ع کان 2008ع تائين سڄي پاڪستان ۾ ايڌي سينٽر گهٽي حد تائين سماجي ڪمن ۾ رڌل رهيا آهن. هن وقت تقريباً 600 کان وڌيڪ ايمبولينس گاڏيون سڄي ملڪ جي سينٽرن تي موجود آهن ۽ هوائي سروسز پڻ اٿن. جيڪا ڪنهن بہ حادثي وقت تڪڙي اپاءَ لاءِ طبي سهولتن سان گڏ تيار رهي ٿي. ايمبولينس ۽ ڊسپينسري سهولتن کان سواءِ عام طور تي پاڪستان ۾ ۽ خاص طور تي سنڌ ۾ ايڌي فائونڊيشن طرفان اسپتالون،ويم گهر، ذهني مريضن لاءِ اسپتالون، معذورن لاءِ گهر، لاوارث ٻارن لاءِ پڻ رهائش جي جاءِ وغيره قائم ٿيل آهن. ان کان سواءِ ايڌي فائونڊيشن ڪنهن بہ قدرتي آفت، حادثي، زلزلي ۽ باهہ سبب ٿيندڙ نقصانن مهل بروقت پهچي امداد لاءِ وَس ڪري ٿي.

ايڌي چائلڊ هوم نالي هڪ شعبو، ڪراچيءَ کان حيدرآباد ويندڙ سپر هاءِ وي تي قائم آهي، جنهن ۾ سوين يتيم ۽ لاوارث ٻارن کي پناهہ مليل آهي. (ڏسو ايڌي چائلڊ هوم).

هن ساده لباس شخص ڪڏهن بہ غرور جو اظهار نہ ڪيو آهي، تازو هُن غريب بڪايل ماڻهن جي مدد لاءِ ڪِشتو ڪٽي مختلف شهرن ۾ خيرات وٺڻ لاءِ ڪئمپون پڻ لڳايون. 8 آڪٽوبر 2005ع ۾ آيل خوفناڪ زلزلي ۾ هُن بالاڪوٽ، ڪشمير ۽ ٻين متاثر علائقن ۾ ترت پهچي خوب مدد ڪئي. هن وقت دنيا ۾ جن ماڻهن کي سماجي خدمتن عيوض سڃاتو وڃي ٿو تن ۾ عبدالستار ايڌي سڀ کان مٿانهون آهي. سندس خدمتن عيوض کيس عالمگير شهرت سان گڏ ڪيترائي اوارڊ پڻ مليا آهن. کيس انسٽيٽيوٽ آف بزنس ائڊمنسٽريشن-پاڪستان طرفان اعزازي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري پڻ مليل آهي. 1997ع جي عالمي رڪارڊ "گنيز بڪ آف ورلڊ رڪارڊز" موجب ايڌي فائونڊيشن جي ايمبولينس سروس کي دنيا جي وڏي ۾ وڏي سروس قرار ڏنو ويو. ان کانسواءِ بنا ڪنهن موڪل جي ايڌيءَ کي ڪم ڪرڻ جي مڃتا پڻ مليل آهي.

عبدالستار ايڌي 1947ع ۾ سنڌ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آيو پر اهو ٿي سندس وڏن جو اصل وطن هو. هن پنهنجي ابن ڏاڏن بابت پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ڄاڻايو آهي تہ اهي ٽي صديون اڳ "ٺٽي جي هڪ عالم هٿان هندوءَ مان مسلمان ٿيا ۽ مومن جو خطاب ورتائون. جيڪي اڳتي هلي ميمڻ سڏيا ويا. اهي ميمڻ سنڌ ۾ هالا کان نڪري ڪڇ ۽ ڪاٺيا واڙ طرف ويا. اسان انهن ميمڻن جي هڪ نڪ بانٽوا ميمڻن مان آهيون". عبدالستار ايڌيءَ جي ڪٽنب جو واسطو ڪاٺيا واڙ جي ايڌي ڪٽنب سان هو جتي سندن ايڌي محلو هو پر وقت گذرڻ سان اهو بہ ڳوٺ ميسارجي ويو. گجراتي لفظ ايڌيءَ جي معنيٰ "سُست" آهي، پر سندن اها نُڪ محنتي، انسان دوست روين سان ڀرپور ۽ جهيڙن ڦڏن کان دور آهي، ان ڪري ڪين ايڌي سڏيو ويو. عبدالستار ايڌيءَ جو ڏاڏو حاجي رحمت الله توڪلي انسان هو ۽ ماڻهن ۾ عوامي تڪرارن کي صلح سان نبيريندو هو. ايڌيءَ جي والد جو نالو عبدالشڪور ايڌي آهي. سندس والد جون پهريون بہ زالون گذاري وڃڻ کانپوءِ هن غربيٰ سان شادي ڪئي. هن جي ماءُ جو تعلق هڪ واپاري ڪُٽنب ديوان سان هو ۽ هوءَ پُرتشدد طريقي سان اڳ طلاق ورتل هئي، جنهن سان انسان دوست عبدالشڪور ايڌيءَ شادي ڪئي. غربيٰ ئي عبدالستار جي ماءُ هئي.

**ايڊز**: هڪ لا علاج بيماري، جيڪا رت جي مدافعتي نظام ۾ خرابي پيدا ٿيڻ ڪري ڦهلبي آهي. هيءَ پکڙجندڙ بيماري، هڪ خاص وائرس، ايچ. آءِ. وي ذريعي پکڙجندي آهي. "ريٽرو وائرس" (Retro virus) نالي سان سُڃاتي ويندڙ هيءَ بيماري 1983ع ۾ دريافت ڪئي وئي ۽ 1986ع ۾، انسان جي رت جي ڳاڙهن جُزن ۾ هن بيماريءَ جا جيوڙا ڏٺا ويا.

ايڊز جي ڦهلجڻ جو مکيہ سبب جنسي بي راهہ روي آهي، جڏهن تہ ايڊز مان متاثر ٿيل رت جي ڏي وٺ، متاثر ٿيل مريض تي استعمال ٿيندڙ سرنج جو ٻيهر استعمال ڪرڻ، ۽ جسم تي سوراخ ڪندڙ ڪنهن بہ اوزار (ڪن ٽوپڻ، ڏاڙهي يا وار ڪوڙڻ لاءِ) جو گهڻا دفعا استعمال ڪرڻ پڻ ايڊز جي پکڙجڻ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو.

هيءَ بيماري آهستي آهستي پکڙجي ٿي، تنهن ڪري، سندس ابتدائي علامتون ۽ نشانيون پڻ آهستي آهستي ظاهر ٿينديون آهن. سڀ کان اول غيرمحسوس، معمولي زڪام جهڙي بيماري ٿي سگهي ٿي، ان کان پوءِ مريض سالن تائين بلڪل ٺيڪ نظر ايندو. ائين ئي هُو مڪمل ايڊز جو مريض بڻجي ويندو آهي. ايڊز جي وڏين علامتن ۾، وزن جو 10 سيڪڙو گهٽجي وڃڻ، هڪ مهيني تائين الٽيون اچڻ، بخار جو هڪ مهيني تائين رهڻ، کنگهہ جو مستقل رهڻ ۽ جسم تي ڳاڙها داغ ٿيڻ شامل آهن.

ايڊز کان بچاءَ جي طريقن ۾، پنهنجي شريڪ حيات تائين محدود رهڻ ۽ جنسي ڇڙواڳيءَ کان پرهيز ڪرڻ انتهائي اهم آهن. جڏهن تہ سُئي يا ٽُڪو لڳرائڻ ضروري هجي تہ نئين سرنج استعمال ڪجي؛ نشئي ماڻهن تي استعمال ٿيل سرنج جي ٻيهر استعمال کان پرهيز ڪجي ۽ ضرورت وقت رت وٺجي تہ ان ۾ ايڊز جي وائرس ۽ "Hepatitis-B" جي چڪاس ڪرائڻ گهرجي. بليڊ جي گهڻن ماڻهن لاءِ استعمال ٿيڻ ڪري بہ وائرس پکڙجڻ جو خطرو آهي، ان ڪري هڪ بليڊ کي، هڪ ئي ڀيرو استعمال ڪجي.

صحت جي عالمي اداري طرفان 1991ع ۾، پڌري ڪيل رپورٽ مطابق سال 2000ع تائين، دنيا ۾ چار ڪروڙ ماڻهو هن بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي ويندا. صحت جي عالمي اداري ۽ ماهرن طرفان هن بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ هڪ وئڪسين "زِڊو ويوڊائن" (Zidovudine) تيار ڪئي وئي آهي، جنهن ذريعي، متاثر ماڻهن جي موت واري شرح کي 20 سيڪڙو تائين گهٽايو ويو آهي، پر تڏهن بہ اڃا تائين مڪمل طور، هن بيماريءَ جي خاتمي لاءِ ڪو علاج دريافت نہ ٿي سگهيو آهي. هن وقت پوري دنيا جا، طب جا ماهر هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ صرف جنسي لاڳاپن ۾ محتاط رهڻ، سرنج جو ٻيهر استعمال نہ ڪرڻ ۽ رت جي جزن جي منتقليءَ کان بچڻ ئي هن موتمار بيماريءَ جو واحد علاج آهي.

**ايڊز**[2] (ڪتاب): هن نالي سان صحت بابت هڪ معلوماتي ڪتاب آهي، جنهن جو مصنف جاويد عباسي آهي. هن ڪتاب ۾ 'ايڊز' بيماريءَ جا ڪارڻ، انسان جي جسم تي ان جي حملي جو طريقيڪار، نقصان ۽ احتياط يا علاج بابت مڪمل معلومات آهي. ڪتاب ۾ 146 صفحا آهن ۽ پهريون ڇاپو 1997ع ۾ ڇپيو، جيڪو گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد طرفان شايع ٿيو آهي.

**ايڊيٽر**: اخبار رسالي يا ڪنهن ڪتاب لاءِ آيل مواد، خبرن يا مضمونن کي سڌاري سنواري ڇپڻ لائق بنائيندڙ ۽ ضروري واڌارا سڌارا آڻي لکندڙ. مدير. اخبارن ۽ رسالن جي مدير کي ايڊيٽر (editor) چئبو آهي، ايڊيٽر آيل مواد جي صحت، سوڌ سنوار ۽ متن کي نظر مان ڪڍي پوءِ پريس ۾ اماڻيندو آهي.

**ايڊيٽوريل**: ايڊيٽر جو لکيل مضمون، ڪنهن رسالي، اخبار يا ڪتاب ۾ ايڊيٽر جو لکيل مضمون جيڪو ڪنهن مقرر ڪالم يا صفحي تي لکي ٿو اهو مضمون عام طور تي اخبار يا رسالي جي پاليسيءَ جو عڪاس يا ڪنهن تازي سماجي مسئلي تي اداري جو موقف هوندو آهي. ايڊيٽر ان تحرير جي ذريعي وقت جي حڪومت ۽ پنهنجن پڙهندڙن سان مخاطب ٿيندو آهي.

**اي. ڊي خواجه:** اي. ڊي خواجه جو اصل نالو الهڏنو خواجه آهي. 24 اپريل 1965ع تي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. خواجه محلي ٽنڊي محمد خان، سنڌ جو رهندڙ آهي. 1982ع ۾ ڪئڊٽ ڪاليج، پشاور مان انٽر ۽ 1989ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي پاس ڪيائين. سي. ايس. ايس ڪرڻ کان پوءِ پوليس کاتي ۾ اعليٰ آفيسر ٿيو. ڪيس ٽنڊي باگي ۽ شڪارپور جي شهرين توڙي وزيراعليٰ سنڌ ۽ ڪراچي سمال ٽريڊرس ائسوسيئيشن طرفان بهترين ڪارڪردگيءَ جا اعزاز مليل آهن. هو سنڌ جي فرض شناس ۽ نيڪ عام پوليس آفيسرن مان آهي. ايس. ايس. پيءَ جي عهدي تي ڪيترو عرصو ڪراچي، حيدرآباد، بدين، شڪارپور ۽ دادوءَ ۾ فائز رهيو آهي.



**اير** (Aer): هن ٻولي جو لهجو جهڪريو ڳوٺ اير- جيمس آباد سڏجي ٿو هن ٻولي جو 78 سيڪڙو ميگهواڙي ڪَڇي، ڍيلي ٻوليءَ سان ملي ٿو جڏهن ته 75 کان 77 سيڪڙو رباڙي سان، ۽ 77 سيڪڙو ڪولهي ٻوليءَ سان ملندڙ جلندڙ آهي.

هيءَ ٻولي سنڌ صوبي جي لاڙ واري خطي، حيدرآباد ۽ جيمس آباد ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ جا گهڻا ڳالهائيندڙ پڇ ڪڇ ڏانهن لڏي ويا آهن. گهڻو ڪري سڀ سنڌي لکن ۽ پڙهن ٿا. اير کان سواءِ پنجابي، اردو ۽ گجراتي به ڳالهائين ٿا. تعليم جي نسبت 15 سيڪڙو آهي. هن ٻوليءَ جو راجستاني ٻولين سان گهرو سنبنڌ آهي. گهڻو وقت اڳي هن جي ڳالهائڻ وارن جو هڪ جٿو نواب شاه طرف لڏي ويو هو پر اهي هاڻي اير ڪونه ڳالهائين. مذهبي طور هن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارن جو واسطو هندو مذهب سان آهي. 2001ع جي جائزي موجب هن ٻوليءَ جا 200 ڳالهائڻ وارا بچيا آهن. هيءَ ختم ٿيندڙ ٻولين مان آهي.

هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند آريائي، گجراتي ٻولين جي خاندان مان آهي، ۽ موجوده سنڌي- عربي رسم الخط ۾ لکجي ٿي. هن جي اڳوٽي لپي موجود ڪانه آهي.

**ايران:** ايشيا کنڊ جو مشهور ملڪ، جنهن جي اتر ۾ قفقاز ۽ پاڪستان: اڀرندي ۾ افغانستان ۽ پاڪستان: ڏکڻ ۽ اولهه ۾ عربي سمنڊ ۽ ايراني نار ۽ الهندي طرف عراق ملڪ آهي. هن وقت حڪومت جو گاديءَ وارو شهر 'تهران' آهي، جڏهن ته ملڪ جي ٻين مشهور شهرن ۾ اصفهان، شيراز، تبريز ۽ مشهد شامل آهن. جيڪي مختلف وقتن تي، ايران جا دارالحڪومت رهيا آهن. اتر ۽ اولهه وارا حصا، جابلو ايراضيءَ وارا آهن: اتر ڏانهن 'البرز' ۽ 'دماوند' اتانهيون جابلو چوٽيون آهن. ايران جو گهڻو حصو صحرائي (رڻ پٽ) آهي. هڪڙي ريلوي لائين، ايراني نار کان هلي قزوين سمنڊ تائين ويندي آهي: ٻي مشهد کي تهران سان ملائي ٿي. سڄي ملڪ ۾ رستن جو جار وڇايل آهي. هتي ميوو جام ٿيندو آهي، خاص ڪري انگور، بادام، صوف ۽ شفتالو وغيره جام پوکبا آهن. ڪڻڪ، چانور، تماڪ ۽ پُست جي ڏوڏي پڻ پوکبي آهي. ملڪ جي آمدني جو وڏو ذريعو تيل (پيٽرول) آهي.

ايران جو قديم نالو 'پرسس' يا 'پرشيا' هو. 'پرشيا'، يوناني- رومن لقب 'پرسي' مان نڪتل آهي، جيڪو هخامنشين لاءِ استعمال ٿيندو هو صحيح معنيٰ ۾ 'پرشيا' مان مراد اهو علائقو آهي، جتي جا رهاڪو 'پرشين' چوائيندا هئا: يعني قديم عهد جو 'پرسس' ۽ موجوده زماني جو "فارس". مسلم دؤر ۾ 'فارس'، انهيءَ 'پرسس' خطي کي چيو ويندو هو ليڪن اهو لفظ، ايراني صوبن ۾ ڳالهائجڻ وارين ٻولين مان هڪڙي ٻوليءَ جو نالو پڻ هو اها ٻولي، جنهن کي اسين 'پرشين' (فارسي) چئون ٿا، سا نائين صدي عيسويءَ ۾ ڪتابي ٻولي ٿي وئي هئي.

لفظ 'ايران'، آريانه مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب "آرين جي سرزمين" آهي. اساطيري روايتن موجب، هوشنگ بن ڪيومرث، پنهنجي ملڪ جو نالو ايران رکيو ۽ جڏهن سندس پٽ 'پارس' تخت تي ويٺو ته ملڪ پڻ 'پارس' چوائجڻ لڳو اها سلطنت بلوچستان، ڪڄ مڪران، ڪرمان، غور باميان، هندوڪش، سيستان، خراسان، ماوراء النهر، دشت، اصفهان، مازندران، استر آباد، گرگان، فارس، لارستان، خوزستان، افغانستان، ڪابلستان، پنجاب، ڪردستان، شيروان، بابل، موصل ۽ ديار بڪر تي مشتمل هئي.

عهد اسلامي ۾، 'شاهنامي' جي ذريعي، جڏهن قديم روايتون اجاڳر ٿيڻ لڳيون، ته ايران جو نالو وري مقبول ٿي ويو هندستان ۾، خصوصاً مغليه دؤر ۾ گهڻو ڪري ايران جو نالو ملي ٿو. خود سلطنت ايران جي باشندن، پاڻ کي




1890ع ۾ ايراني چوائڻ تي اصرار ڪيو. تڏهن 1935ع ۾ سرڪاري طرح، هن ملڪ جو نالو 'ايران' مقرر ڪيو ويو.

سيروش اعظم (ڪوروش ڪبيريا يا ڪيخسرو) ڇهين صديءَ ق. م ۾ هخامنشي حڪومت جو بنياد رکيو. جيڪا غالباً دنيا جي پهرين بادشاهت هئي. اهوئي حاڪم، قرآن شريف ۾ مذڪور ذوالقرنين هو اها سلطنت 331 ق. م ۾ سڪندر جي هٿان ختم ٿي. پوءِ 'پارٿي' برسر اقتدار آيا، جن کي 'اشڪاني' چيو ويندو آهي. سال 229ع ۾ هخامنشي خاندان جي هڪ فرد 'اردشير بابڪان' ساساني سلطنت جو بنياد رکيو شاپور، بهرام گور، خسرو اول، (نوشيروان) ۽ خسرو بيو (پرويز) هن گهراڻي جا وڏا بادشاهه هئا. قادليه (ٻهرين جون 637ع) ۽ نهاوند (641ع) جي جنگين ۾ ساساني سلطنت جو خاتمو ٿيو. جنهن بعد، ايران اسلامي نظام جي جهوليءَ ۾ آيو ان کان پوءِ هيءَ ملڪ، سڄي جو سڄو جزوي طرح وڏين اسلامي سلطنتن، ديلمي، غزنوي، سلجوقي خوارزم شاهي، تاتاري، ايلخاني ۽ تيموي وغيره جو مرڪز رهيو. ترڪن (1038ع) ۽ منگولن (1387ع) جي ايران تي ڪاهن دؤران، ملڪ وڏي سياسي انتشار جو شڪار رهيو.

سال 1502ع ۾ صفوي سلطنت جو قيام عمل ۾ آيو جنهن ۾ شاهه اسماعيل شاهه، طهماسپ ۽ عباسي اعظم وڏا بادشاهه هئا. وري ٿوري ٿوري عرصي لاءِ افغان، افشار ۽ زند اقتدار ۾ رهيا. 1794ع ۾ قاچاري حڪومت قائم ٿي. انهيءَ دؤر ۾ ايران جي عظمت ۽ اوج ختم ٿي ويا، تنهنڪري ايران،

روس ۽ برطانيه جي هٿن ۾ ورهائجي ويو هو. 1736ع ڌاري، نادرشاهه ايراني تخت تي ويٺو. 1738ع ۾ هن، هندستان تي حملو ڪري، وڏي دولت هٿ ڪئي. 1747ع ۾ هن ظالم حڪمران کي قتل ڪيو ويو. 1797ع ۾ قاچار قبيلي جو هڪ سردار آغا محمد خان تخت تي ويٺو.

**ايران جو ورهاڱو:** ملڪ جو حڪومتي نظام 1904ع تائين مطلق العناني (بادشاهت) تي ٻڌل هو. جنهن کان پوءِ مشروط دستوري حڪومت قائم ٿي. 31 آگسٽ 1909ع تي روس ۽ برطانيه جي وچ ۾، ايران بابت هڪڙو خفيه معاهدو ٿيو. جنهن مطابق ايران کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو: اترين حصو روس جي اثر هيٺ، ڏاکڻين حصو برطانيا جي سنڀال هيٺ ۽ وچ وارو حصو غير جانبدار رکيو ويو: گڏوگڏ اهو به فيصلو ٿيو ته افغانستان، روسي حلقي جي اثر کان ٻاهر رهندو ۽ امير سان سيڌي معاملات، برطانيه جي معرفت طيءِ ڪيا ويندا ان کان سواءِ، "تبت" تي چين جي حاڪميت تسليم ڪئي وئي. هن ٺاهه سان گڏ، ٻه ٻيون به يادداشتون شامل هيون، جن مان هڪڙي جو تعلق دره دانيال سان. اهڙيءَ طرح هو، جيڪو روس لاءِ فائديمند هو. ٻئي ضميمي جو تعلق ايراني نار سان هو. جنهن ۾ برطانيه جو گهڻو حصو تسليم ڪيو ويو.

1921ع ۾ ايراني فوجي جنرل رضا خان، قاچار خاندان جي بادشاهه جو تختو اونڌو ڪري 'رضا شاهه' جو لقب اختيار ڪرڻ بعد پهلوي خاندان جو بنياد وڌو. رضا شاهه ٿوري عرصي ۾ ئي، ملڪ ۾ ترقياتي ڪمن کي زور وٺرائي، ملڪ جي حالات بدلائي ڇڏيون.

**ٻولي ۽ ادب:** ايران هڪ قديم ملڪ آهي. جنهن جو پنهنجو رسم الخط ۽ ادب هو. ان جو گهڻو حصو زماني جي گردش جو شڪار ٿي ويو. پر يوناني، يهودي، اسلامي ۽ خود ايراني ماخذ ان جي نشاندهي ڪن ٿا ته ايرانين، حضرت عيسيٰ کان اڳ "ماد" بادشاهن جي اقتدار واري دؤر ۾ (708- 550 ق. م) بابل جو ميخي خط (مٽيءَ جي ڦرهين تي لوهه يا ڪاٺيءَ جي ڪلين سان لکڻ جو طريقو) اختيار ڪيو اهو خط، ميخي خط جي ٻين سڀني نمونن کان سادو ۽ متوازن هو. هخامنشي دؤر (550- 330 ق. م) جا ڪتبا انهيءَ خط کي "پارسي باستان" يا قديم فارسيءَ جو نالو ڏين ٿا. انهيءَ دؤر ۾، ايران ۾ هڪ ٻيو خط "اويستائيءَ" جي نالي سان پڻ هلندڙ هو. جيڪو زردشتي مذهب جي ڪتابن لاءِ مخصوص هو.

اشڪاني دؤر (348- 224 ق.م) ۾ ملندڙ ٻوليءَ ۽ رسم الخط کي "پهلوي" نالي سان سڏيو ويو آهي. ساساني دؤر (224- 651 ق. م) ۾ پڻ ساڳيوئي رسم الخط رائج هو.

پهلوي خط جا ٻه قسم ٻڌايا وڃن ٿا: هڪڙو قديم خط يا 'خط ڪنده' جي نالي سان، جيڪو ڪتبن کان سواءِ ٻئي ڪنهن به هنڌ نٿو ملي: ٻئي خط کي ساساني يا پهلوي چوندا آهن. ساساني دؤر جون باقي سڀ لکتون ۽ تحريرون، هن خط ۾ لکيون ويون آهن.

قديم ايران جي انهن سڀني ٻولين جو واسطو ٻولين جي هند- يورپي گروهه سان آهي. اهڙيءَ طرح ايران جي ٻولين ۽ تمدن جو دنيا جي ٻين ٻولين، مثلاً: سنسڪرت، يوناني ۽ لاطيني وغيره سان گهرو تعلق آهي. پهلوي زبان جي ڪن اهڙن ڪتابن جو ذڪر، قديم ايراني ۽ عربي زبان جي ڪتابن ۾ موجود آهي، جيڪي يوناني يا سنسڪرت ٻولين مان، پهلوي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪيا ويا هئا. بهرحال، پهلوي زبان جي ادب جو وڏو حصو ايران تي عربن جي تسلسلي ۽ پهلوي رسم الخط جي متروڪ ٿي وڃڻ سبب، رفته رفته ناپيد ٿي ويو. ايران ۾ اسلام جي آمد کان اڳ، جي ادبي تاريخ جو اختصار انهن چند جملن سان ڪري سگهجي ٿو ته: قديم دؤر ۾ ايراني ادب جو دامن نهايت وسيع نه هو: ادب صرف درٻارين ۽ مذهبي رهنمائن تائين محدود هو انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ساساني دؤر سان شاندار روايتون منسوب ڪيون وڃن ٿيون. ان دؤر جي آخري ڏينهن ۾، درٻارين ۽ مذهبي طبقن ۾ اخلاقي پستي گهر ڪري وئي هئي، تنهنڪري درٻار فتنن جو آکاڙو بڻجي وئي هئي. نوان نوان مذهبي فرقا وجود ۾ اچڻ لڳا ۽ عام زندگي به زوال جي اثر کان بچي نه سگهي، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته ايران ۾ اسلام جي آمد وقت، ايراني ادب جي حيثيت قابل ذڪر نه هئي.

عرب، اسلام جو جهنڊو کڻي اٿيا: نهاوند وٽ بادشاهه يزدگرد ٽئين کي شڪست ڏيئي، 21هه/ 642ع ۾ ساساني حڪومت جو خاتمو آندائون. انهيءَ فتح کان پوءِ ٻن سون سالن تائين، عرب خليفا ايران تي حڪومت ڪندا رهيا. اهو عرصو ايران جي لاءِ، هر لحاظ کان انقلاب جو دؤر هو. ايراني سماج، زبان، ادب، مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبي ۾، اسلام جي اثر هيٺ، هڪ نئين صورت جنم ورتو. اها تبديلي، فارسي ادب جي مختصر خاڪي سان پيش ڪجي ٿي.

عربن جي حملي وقت، ايران جو عام زبان پهلوي هئي. اها به حقيقت آهي ته خود ساساني دؤر ۾، ايران جي مختلف حصن ۾ جدا جدا ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون: جيئن: خوزلي، ديملي، طبري، ڪوچي، ڪُردي ۽ آذيري وغيره. ان کان سواءِ، ايران جي اتر ۾، سمرقند جي علائقي ۾ 'ختني' ٻولي هلندي هئي.

اسلامي دؤر ۾، ايران اندر هڪ نئين ٻوليءَ جنم ورتو ٽيئن صدي هجريءَ جي وچ ۾ ايران جي ٻولي کي دري، پارسي دري، يا صرف پارسي يا فارسي نالو ڏنو ويو اهو هڪ عام لهجو هو جيڪو ساساني عهد جي آخر ۾ ۽ اسلامي دؤر جي اوائل ۾، ايران ۾ رائج ٿيو ۽ ان هڪڙي مستقل ٻوليءَ جي صورت ورتائين. ٽيئن ۽ چوٿينءَ صدي هجريءَ ۾، سيستان، خراسان، ماوراء النهر، گرگان، ري ۽ ٻين مرڪزن ۾ شاعرن ۽ اديبن انهيءَ زبان کي خيال جي اظهار جو ذريعو بڻايو اُها ئي اها زبان هئي، جنهن تي اسلامي عهد ۾، پهريون دفعو مشرقي ايران جي شاعرن ۽ نثرنگارن جي نظر پئي.

اسلامي دؤر جي ايران ۾ انهيءَ دري، فارسي دري ۽ فارسيءَ جو ادبي ۽ علمي حلقن ۾ مرتبو وڌيو اسلامي دؤر جي اوائل کان اڄ تائين،ا ها ئي ٻولي، ايران جي علمي ۽ ادبي ٻولي آهي. اهو پهلو به اهم آهي ته گذريل يارهن- ٻارهن صدين جي، طويل سفر جي باوجود فارسي زبان ۾ ڪو خاص فرق نه آيو.

**طاهري دؤر (820-872ع):** هن دؤر ۾ ايران تي عرب مسلط رهيا. عباسي خليفي مامون جي حڪم سان، ظاهر کي خراسان جي امارت ملي. ان سان ايرانين ۾ قومي طرفداريءَ جو اظهار به ملي ٿو عربن جي خلاف، ايرانين جي تحريڪ جو مرڪز خراسان هو اهوئي علائقو ايندڙ صدين تائين فارسي زبان ۽ ادبي توسيع جو مرڪز رهيو چيو وڃي ٿو ته حنظله بادغيسي (835ع) ۽ محمود وراق (836ع) هن دؤر جا شاعر آهن.

**صفاري دؤر (862- 900):** يعقوب بن ليث صفار، پهريون ايراني شخص آهي، جنهن مڪمل طور آزاد ۽ مستقل حڪومت جو بنياد رکيو صفاري سربراهه، فارسي زبان ۽ ادب سان گهڻو تعلق رکندا هئا. ان دؤر جا معروف شاعر فيروز مشرقي (896ع) ۽ ابوسليڪ گرگاني هئا. اهي ٻئي عمرو بن ليث (782هه) جا معاصر چيا وڃن ٿا.

**ساساني دؤر (900-998):** ساساني بادشاهن جو هي دؤر فارسي ادب جو ترقيءَ جو زمانو آهي. سندس تخت گاهه بخارا هو مگر ماوراءِ النهر، سيستان ۽ خراسان کان وٺي، مشرقي صحرائي علائقي تائين، هن خاندان جي حڪومت هئي. انهن باشاهن، ايران جي تهذيبي روايتن جو احياء ڪيو ۽ ايراني رسمن رواجن کي فروغ ڏنو هن دؤر جا مشهور شاعر مسعود مروزي ۽ رُودڪي، شهيد بلخي، شاعر بخاري ۽ دقيقي آهن.

**غزنوي دؤر (976- 1039ع):** فارسي ادب لاءِ هيءَ ترقي، ترويج ۽ توسيع جو زمانو هو. غزنوي بادشاهن، فارسي ادب جي دل کولي سرپرستي ڪئي. هن گهراڻي جي معروف حڪمران سلطان محمود غزنوي (1030ع) جي ادب دوستي ۽ علم پروريءَ جي ڪري، هڪ روايت مطابق سندس دربار سان چار سؤ شاعر لاڳاپيل هئا ۽ بخارا، غزنه، سمرقند ۽ ٻيا شهر علم ۽ ادب جا مرڪز هئا.

غزني دؤر جي فارسي شاعريءَ جو گهڻو حصو قصيدي تي آهي. اهي قصيدا، تاريخي، سماجي ۽ خود ادبي لحاظ کان وڏي اهميت رکن ٿا. ابوالقاسم بن احمد عنصري بلخي (1039ع) جا گهڻا قصيدا سلطان محمود غزنويءَ، سلطان مسعود ۽ امير يوسف جي دؤر جا چيل آهن. هو سلطان سان هر جنگي معرڪي ۾ گڏ هوندو هو. ٻين شاعرن ۾ ابوالحسن بن لوغ، ابو نصر عبدالعزيز بن منصور مروزي، ابوالنجم ۽ احمد منوچهر شامل هئا.

شاهنامي جو خالق ابوالقاسم منصور بن حسن فردوسي (1025ع) ايرانين جو قومي شاعر آهي. شاهنامو نه صرف ساساني ۽ غزنوي عهد جو بيش بها ۽ عظيم شعري ڪارنامو آهي، بلڪ درحقيقت اهو فارسيءَ جي عظمت جي اهم سند آهي ۽ قديم ايران جي شاندار تهذيب ۽ ثقافت جو آئينه دار آهي. فردوسي 365 هه/ 975ع يا 380 هه/ 1009ع ۾ يا ان کان ڪجهه پوءِ مڪمل ڪيو. شاهنامي جو بنيادي مقصد قديم زماني کان مسلمانن جي آمد تائين، ايران جي تاريخ نظم ۾ لکڻ آهي. شاهنامه فردوسي ۾ دقيقيءَ جا هڪ هزار شعر پڻ شامل آهن. ان کان علاوه 50 فرمانروارئن جا احوال، ايران جي افسانوي بادشاهه "ڪيومرث" ۽ ساساني بادشاهه يزد گرد سوم جي عربن هٿان شڪست جو احوال، ايران تي عربن جي فتح، ڪيڪائوس جي دؤر ۾ حڪومتن جو بيان ۽ رستم ۽ سندس پٽ سهراب وچ ۾ جنگ ڪرڻ جا احوال پڻ شامل آهن.

هن دؤر ۾، ايراني شاعرن ۽ اديبن، عربيءَ کي فارسيءَ تي ترجيح ڏيئي ڏني آهي؛ باوجود ان جي ڪي ڪتاب فارسي نثر ۾ پڻ لکيا ويا آهن.

ابو علي حسن عبدالله ابن سينا جو شمار، دنيا جي مشهور فلسفين ۾ ٿيندو آهي. هن جدا جدا موضوعن تي هڪ سؤ کان وڌيڪ ڪتاب تصنيف ڪيا. سندس گهڻا ڪتاب عربي ۾ آهن، جڏهن ته فارسي ۾ به ڪي ڪتاب ملن ٿا. ابو ريحان محمد بن احمد البيروني ۽ شيخ ابوالحسن فرقاني به هن دؤر جا وڏا عالم ٿي گذريا آهن.

**سلجوقي دؤر (1039- 1230):** هي دؤر غز ترڪن جي هڪ سردار "سجلوق" ڏانهن منسلڪ آهي، جنهن سلجوقي سلطنت جو بنياد وڌو سندس ٻن پوٽن: چغري ۽ طغري خراسان ۾ غزنوين کي هارايو ان کان پوءِ هيءُ خاندان، پنهنجي سلطنت ۾ اضافو ڪندو رهيو.

سلجوقي دؤر، عظيم شاعرن، اديبن، مؤرخن، فقيهن ۽ مشائخن جو دؤر آهي. هن دؤر ۾ فارسي ادب ۾، عارفانه عقيده به عام ٿيا. هن زماني ۾ غوري، خوارزم شاهي ۽ غزنويءَ کان سواءِ ٻيون به حڪومتون موجود آهن. هن دؤر ۾، شيخ ابو سعيد ابن الخير (1048ع)، خواجه عبدالله انصاري هروي (1088ع)، ابوالمجيد مجدد بن آدم سنائي (1150ع)، شيخ فريد الدين عطار (229ع)، وغيره اهڙا صوفي هئا، جن فارسي غزل کي توجه جو مرڪز بڻايو

هن دؤر جي فارسيءَ جو عظيم شاعر عُمر خيام آهي. ابوالفتح بن ابراهيم نيشاپوري، (1133ع) سلجوقي دؤر جو اهو عظيم دانشمند، عالم ۽ شاعر آهي، جيڪو 'عمر خيام' جي نالي سان ادب جي دنيا ۾ مشهور آهي. هو نجوم، حڪمت ۽ هيئت جو ماهر هو سندس شهرت جو باعث، سندس رباعيون آهن. هن دؤر ۾ فخرالدين اسعد گرگاني (1054ع) حڪيم ابو محمد الياس بن يوسف بن زڪي بن مريد نظامي گنجوي (1217ع)، جنهن جون 5 مثنويون ادب جي دنيا ۾ بي مثال آهن. پنجئي مثنويون جدا جدا بحرن ۾ چيل آهن. پهرين مثنوي، مخزن الاسرار آهي، جنهن جو موضوع زهد ۽ تقويٰ آهي؛ ٻي مثنوي "خسرو ۽ شريف" آهي، جنهن ۾ فرهاد، ڪوهه بي ستون کي ٽڪي، کير جي نهر ڪاهي ٿو ٽين مثنويءَ جو موضوع "ليليٰ مجنون" آهي ۽ چوٿين مثنويءَ جو نالو "هفت پيڪر" آهي، جنهن ۾ بادشاهه بهرام گور جي سرمستين ۽ سرشارين جا قصا بيان ڪيل آهن هن کي "هفت گنبذ" پڻ چوندا آهن. پنجين ۽ آخري مثنوي "سڪندرنامه" آهي.

**ايلخاني ۽ تيموري دؤر (1230- 1505ع):** هيءُ دؤر پاڻ سان قيامت خيز هنگامه کڻي آيو هن صديءَ جي آغاز ۾ ٿي چنگيز خان، وچ مشرق تي حملو ڪيو ان حملي ۾ خوارزم شاهي فنا ٿي ويا. هن ايران ۽ ان جي پاڙيسرين جي قتل عام کان پوءِ اڳتي هلي، عباسي خلافت کي به پاڙئون ڪڍي ڇڏيو چنگيز خان ۽ هلاڪو خان جي اولاد مان هڪ فرمانروا غازن خان اسلام قبول ڪيو ايلخاني 1329ع تائين حڪومت ڪندا رهيا. بعد ۾، 50 سالن کان پوءِ تيمور خان ايران کي فتح ڪيو جنهن جي اولاد 16 هين صديءَ تائين ايران ۾ حڪومت ڪئي.

ايران تي منگولن ۽ تيمورين جي وحشتناڪ حملن، شهر جا شهر ۽ علائقن جا علائقا ويران ڪري ڇڏيا؛ بيشمار عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب قتل ڪيا ويا؛ مدرسا ۽ مسجدون ڊاٿيون ويون؛ زندگيءَ جي هر شعبي تي وحشت ڇانيل هئي. ان کان پوءِ جڏهن منگول مسلمان ٿيا ته امن امان جي فضا قائم ٿي ۽ ادب جي اجراءَ جو وري سلسلو شروع ٿي ويو. منگولن جي اسلام قبولڻ کان اڳ وارن حملن ۾ ڪيترائي شاعر ۽ اديب، پر وارن ملڪن ۾ هجرت ڪري ويا. ان لڏپلاڻ جي ڪري فارسي ادب ۾ وسعت ٿي. ايران کان ٻاهر فارسي مرڪزن ۾، هندستان کي وڏي اهميت حاصل آهي، جتي امير خسرو دهلوي ۽ امير حسن سنجري ۽ ٻين فارسي ادب ۽ ٻوليءَ جي وڏي خدمت ڪئي.

تاريخ جو اهو عجب طنز آهي ته فارسيءَ جي ٽن عظيم شاعرن: مولانا جلال الدين روميءَ، شيخ سعديءَ ۽ خواجه حافظ جو تعلق به انهيءَ دؤر سان آهي. اهو پڻ اتفاق آهي ته فارسيءَ جي عظيم ڪلاسيڪي شاعري به انهيءَ دؤر ۾ ختم ٿئي ٿي. شرف الدين مسلم بن عبدالله سعدي شيرازي (1291) گلستان بوستان کان سواءِ غزل، رباعيون ۽ قطعا وڏي انداز ۾ چيا آهن. مولانا جلال الدين رومي (1273) فارسيءَ جو عظيم شاعر آهي؛ منگولن جي حملن کان پوءِ هجرت ڪري ترڪي هليو ويو ۽ اتي سندس ملاقات هڪ درويش شمس تبريزيءَ سان ٿي. ان ملاقات، سندس زندگيءَ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو؛ درس و تدريس ڇڏي، معرفت ۽ طريقت جي راهه تي هلڻ لڳو. سندس مشهور مثنوي جا ڇهه دفتر آهن، جن کي "هفت قرآن در زبان پهلويءَ" جو درجو ڏنو ويندو آهي. خواجه شمس الدين محمد حافظ شيرازي (1390ع) غزل جو مايه ناز شاعر ٿي گذريو آهي. جنهن جو بدل اڄ تائين فارسي شاعريءَ ۾ ملي نه سگهيو آهي.

**صفوي ۽ قاچاري دؤر (1501- 1906ع):** ايران ۾ تيموري سطلنت جي خاتمي کان پوءِ صفوي بادشاهن جو سلسلو شروع ٿيو هن خاندان، ايران تي ٻن سؤ سالن کان وڌيڪ عرصو حڪمراني ڪئي. صفوين کي نادرشاهه افشار ختم ڪيو.

دنيا جي تاريخ جو مشهور فاتح نادر شاهه افشار، ننڍپڻ ۾ ٻڪرار هو ۽ جواني ۾ ايندڙ ويندڙ قافلن کي ڀيو ڦريندو هو بهادر به هو. صفوي حڪمرانن جي دشمنن سان وڙهڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪيائين. جنگجو مزاج رکڻ سبب گهڻو اُڀري آيو ۽ شاهه عباس صفوي ثالث جي مرڻ کان پوءِ قسمت 1148هه/1736ع ۾ نادر شاهه کي افشار ايران جو بادشاهه بڻايو. ايران جي اندروني معاملن کان آجو ٿي هن قنڌار فتح ڪيو ان کان پوءِ هندوستان تي حملو ڪيائين، جنهن ۾ نادر شاهه فتح حاصل ڪئي ۽ دهلي ۾ وڏو قتل عام ڪرايائين. صلح طور محمد شاهه پنهنجي ڌيءَ نادر جي پٽ نصر الله سان نڪاح ڪري ڏني. دهلي جا معاملا نبيري ميان نور محمد ڪلهوڙي ڏانهن

پيغام موڪليائين ته، باقاعده خراج موڪليندو رهي ۽ ٻيو ته پنهنجو پٽ ڏهه هزار فوج سان گڏ روانو ڪري. ميان نور محمد جي انڪار تي نادر شاهه سنڌ تي حملو ڪيو.ميان نور محمد حملي جو ٻڌي عمرڪوٽ وڃي نڪتو پر پوءِ پنهنجي وطن ۽ رعيت کي نادر شاهه جي ظلم کان بچائڻ خاطر پنهنجي ڌيءَ نادر شاهه جي پٽ نصراللهه کي نڪاح ڪرائي ڏني، جنهن بعد نادر شاهه، ميان نور محمد کي "شاهه قلي خان" جو خطاب عطا ڪيو ۽ ساليانو خراج لاءِ نادر شاهه، ميان نور محمد جا ٻه پٽ محمد مراد ياب ۽ غلام شاهه يرغمال ڪري پاڻ سان وٺي ويو. ڪجهه عرصي کان پوءِ نادر شاهه، ميان نور محمد جو ٽيون پٽ عطر خان به پاڻ وٽ گهرائي ورتو 1160 هه/ 1747ع ۾ نادر شاهه جي قتل ٿيڻ بعد احمد شاهه ابدالي بادشاهه ٿيو جنهن ميان نور محمد کي "شاهنواز خان" جي لقب سان نوازيو ميان نور محمد انهن سالن تائين پنهنجن پٽن جي وڇوڙي ۾ پيو تڙپندو هو ليڪن آخرڪار نادر جي مرڻ کان پوءِ اهي ٽيئي پٽ اچي پنهنجي پيءُ ميان نور محمد سان مليا.

20 صدي جي آخر ۾ قاچارين جي حڪومت ڏانوان ڏول ٿي وئي. آخرڪار رضا شاهه پهلويءَ جي هٿان حڪومت جي تابوت ۾ آخري ڪوڪو لڳو.

صفوي بادشاهه ڪٽر مذهبي هئا؛ تن مذهب ڏانهن گهڻو ڌيان ڏنو، جنهنڪري ديني عالمن کي عروج حاصل ٿيو: فقه اسلام تي گهڻا ڪتاب لکجڻ لڳا ۽ ٿوري گهڻي شاعريءَ جي ٻڻ گونج اچڻ لڳي. هن دؤر جي مشهور شاعرن ۾ مرزا حبيب قانيءَ (1853ع) جو نالو شامل آهي. قانيءَ کي فارسيءَ جو آخري قصيده گو شاعر چيو وڃي ٿو.

**مغل دؤر** (1526- 1857ع): هن دؤر ۾ شعر جو مرڪز ايران مان منتقل ٿي هندستان ۾ آيو دهلي ۽ آگري، شيراز ۽ افغانستان جي جاءِ والاري. مغل دؤر جي شاعرن، قصيدي ۽ غزل ۾ ڪمال حاصل ڪري ورتو. مغل بادشاهن پنهنجن درٻارن ۾ ملڪ الشعراءِ مقرر ڪيا. مغلن جا امير ۽ وزير به فارسي ٻوليءَ ۽ ادب جا شيدائي هئا. امير خسروءَ کان پوءِ فيضي، عرفي، نظيري، بيدل ۽ غالب غزل جي شمع روشن رکندا آيا. ناصر علي سرهندي، مُلا طغرئُ شهري، ابو طالب عليم همداني، صائب، فطرت موسوي قمي، عاقل خان رازي، بينش ڪاشميري، نعت خان عالي، اشرف مازند راني ۽ مير عبدالجليل بلگرامي به مغل دؤر جا وڏا نالا هئا.

**نظم نسق:** ايران هيٺين ٽيرهن صوبن ۾ ورهايل آهي: (1) گيلان، جنهن ۾ زنجان، قزوين ۽ ارڪ شامل آهن. هن جو صدر مقام 'دشت' آهي. (2) مازندران، جنهن ۾ گورخان، دامغان ۽ شاهه رُود شامل آهن. 'سُودي' هن جو گادي وارو هنڌ آهي. (3) مشرقي آزربائيجان: هن جو صدر مقام تبريز آهي. (4) مغربي آزربائيجان، جنهن جو صدر مقام "رضائيه" آهي: (5) ڪرمان شاهه، جنهن ۾ همدان شامل آهي، صدر مقام "ڪرمان شاهه" اٿس: (6) خوزستان، هن ۾ لرستان شامل آهي، صدر مقام "اهواز" اٿس: (7) فارس، جنهن جو صدر مقام "ڪرمان" آهي: (9) خراسان، هن جو صدر مقام مشهد آهي: (10) اصفهان، جنهن جو صدر مقام پڻ "اصفهان" آهي: (11) ڪردستان، جنهن جو صدر مقام "سَنندج" آهي: (12) سيستان وبلوچستان، جنهن جو صدر مقام "زاهدان" آهي ۽ (13) وسطي صوبو تهران ۽ سمنان، جنهن جو صدر مقام تهران شهر آهي.

**ايران جو سنڌ تي اثر:** تقريباً ٻن هزارن سالن تائين، سنڌ ۽ ايران هڪ ٻئي کان متاثر ٿيندا رهيا آهن. زندگيءَ جي هر شعبي ۾، ٻنهي مُلڪن هڪ ٻئي کي ڪجهه نه ڪجهه ڏنو ورتو آهي، پر مجموعي طور تي ايران، سنڌ کي گهڻو ڪجهه ڏنو آهي، ڇوته ايران کي حڪمراني واري حيثيت حاصل هئي ۽ سنڌ هميشه باج گذار رهندي آئي آهي.

ٻولي، ادبي ۽ علمي سرمايي، ثقافتي روين، مصوري ۽ هنرمندي، فن سنگتراشي، نقشِ نگاري ۽ ڪاشي، عمارت سازي، باغ ۽ باغباني، اهڙا موضوع ۽ ڪارج آهن، جن جا اثراج به سنڌ تي ساڳيا آهن.

ايران جي تاريخي، تهذيبي، تمدني، ثقافتي، جاگرافيائي، مذهبي ۽ لساني حالتن سميت ايران جي سماجي ۽ گهرو ٻيچ ڌاهه جو اثر، وقت بوقت سنڌ تي پوندو رهيو آهي. سنڌ جا ٻيڙياتا، ساموڊي سوداگر تجارتي قافلا ولي، ايشيا، يورپ، انڊونيشيا، چين، جپان، سيلون ۽ ٻين مُلڪن تائين ويندا هئا. انهيءَ ڪري گهڻن ملڪن جي ماڻهن کي "سنڌ" بابت گهڻي ڄاڻ هُئي. خود سنڌ جا ماڻهو به علم جي حصول ۽ تجارتي مقصدن خاطر مصر ۽ ٻين ملڪن تائين ويندا هئا. سنڌ جا جت قبيلا اسلام کان اڳ مصر، عربستان ۽ ايران مان گهڻي قدر واقف هئا. انهيءَ لحاظ سان سنڌ جو لاڳاپو عرب اسلامي دؤر کان گهڻو اڳ جو آهي. تنهنڪري جڏهن تاتارين، ايران ۾ تباهي مچائي، تڏهن ايران جي عوام توڙي عالمن جو رُخ سنڌ ڏانهن ٿيو. هنن هتي مستقل رهائش اختيار ڪئي. ان ئي دؤر ۾ ايراني طرزِ تعمير تي مسجدون، مزارون، ڇتين تي گول بيضوي گنبذ، مُنارا ۽ قبا تعمير ڪرڻ جي روايت جنم ورتو ايرانين هتي اچي ڇتين ۽ ڀتين کي نقشن سان سينگاريو جاين تي رنگين پٿرن جي جڙاوت ڪئي. سنڌ ۾ ڪاشيءَ جون سرون به ايراني فنِ تعمير مان آنديل آهن.

ايراني شاعرن جي طرز تي، سنڌي شاعرن به قصيدا غزل، رباعيون ۽ مثنويون چيون. ڪيترائي سنڌي شاعر درٻارن سان منسلڪ ٿيا ۽ قضا جي عهدن تي قاضي مقرر ٿيا. فارسي نظامِ تعليم "درس نظامي" اڄ تائين سنڌ جي ديني درسگاهن ۾ نصاب طور پڙهايو وڃي ٿو.

لڙاين ۽ ويڙهن ۾ استعمال ٿيندڙ جنگي ساز، مثلاً: ڪرنايون، پيريون، ۽ نغارا وغيره به ايراني اثر هيٺ سنڌ اندر رائج ٿيا. گڏوگڏ گهوڙيسواريءَ، تلوارٻازيءَ، ڪمانگريءَ، نيزي بازي ۽ تيراندازيءَ جا طريقا ۽ گُر، چالون ۽ انداز پڻ ايرانين ئي آندا. ساقي خانه، ساز وسرود جون محفلون، ذڪر فڪر ۽ سماع جو سلسلو شاهي لباس، رزق برق ٽوپ ۽ پٽڪا، عماما، قبائون ۽ شيروانيون پڻ ايراني تهذيب ۽ ثقافت جو هڪ نمونو آهن.

سنڌي ادب، خاص طور تي سنڌي شاعريءَ ۾ پڻ ايرانين جو اثر وڌيڪ رهيو آهي. پنهنجي نالي سان گڏ "تخلص" رکڻ پڻ ايران جي روايت آهي، جڏهن ته پنهنجي شهر جي حوالي سان ڪي سڃاڻپ رکڻ وارن شاعرن جو انداز به ايراني آهي: جيئن: بخشاپوري، حيدرآبادي، لاڙڪاڻوي، خيرپوري ۽ هالائي وغيره. خود "پور" فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اولاد. اهڙيءَ طرح شڪارپور، خيرپور، خانپور، نصرپور، شاهپور وغيره پڻ فارسي ٻوليءَ جي اثر جو نمونو آهن.

شاعريءَ ۾ تشبيهون ۽ استعارا پڻ فارسي شاعرن جي فن جو نمونو آهن. خاص طور تي "تشبيهه" ڏيڻ، فارسي شاعرن جي فن جو ڪمال آهي. ساڳيءَ طرح سنڌي شاعرن به، فارسي شاعريءَ جي اثر هيٺ گهڻي وقت تائين 'رُخ ماهتاب'، 'شيرين بدن'، 'غنچه چمن'، 'رخسار'، 'لب شيرين'، 'گل و بلبل'، 'جانِ بهاران' ۽ 'چشمِ تر' جهڙا اصطلاح، پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪم آندا آهن. اهو سلسلو ڪافي عرصي تائين هلندو رهيو. ڪيترن ئي شاعرن، درٻاري شعر چئي، قصيدا ۽ رباعيون پڙهي، وقت جي حڪمرانن کان انعام ۽ اڪرام پئي وصول ڪيا آهن.

مطلب ته فارسي ادب ۽ فارسي ٻوليءَ جو سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ تي وڏو اثر رهيو آهي. جڏهن ته ايران جي سياسي، سماجي، مذهبي ۽ لساني ڇڪ ڇاھ ۾ پڻ سنڌ جي سياست، مذهب، ادب، ۽ معاشري تي گهڻي قدر اثرانداز ٿيندي رهي آهي.

**ايران، 20 صدي ۾:** 1921ع ۾ ايران ڪي فوجي انقلاب جو منهن ڏسڻو پيو رضا شاھ پهلوي، هڪ فوجي آفيسر ايران تي قبضو ڪيو ساڻس سير ضياءُ الدين



طباطائي پڻ شامل رهيو. 1925ع ۾ رضا شاھ ايران جو بادشاھ بڻجي پهلوي خاندان جو بنياد رکيو. هن قوميت،فوجي آمريت، معتدل مزاجي ۽ ڪميونزم مخالف عنصر کي ملائي ملڪ ۾ معاشي سڌارا، انتظامي سڌارا ۽ معاشرتي سڌارا آندا. پر هن جي جدت پسندي تي گهڻي تنقيد ڪئي ويئي. ان ڪان سواءِ هن تي ڪرپشن جا ڪافي الزام لڳا. هن تي اهو به الزام لڳو ته هن خاص پوليس جوڙي مخالفن تي بدترين تشدد ڪيو آهي. 19 آگسٽ 1953ع تي سندس پٽ محمد رضا شاھ پهلوي اقتدار ۾ آيو جڏهن ٻي جنگ



عظيم هلي رهي هئي ته محمد رضا شاھ پهلوي به ڪافي سڌارا آندا. جن ۾ جديد رستن تي ايران کي معاشي طور سگهارو بڻائڻ به شامل هو. تنهن هوندي به عوامي سطح تي انهن سڌارن جو اثر ڪو نه پيو. هن تي اسلامي مذهبي تحريڪن ۽ ٻين سياسي گروهن وڏي تنقيد ڪئي. جن ۾ آيت الله روح الله خميني سڀني کان اڳيان هو. جنهن کي 1963ع ڌاري گرفتار ڪيو ويو شاھ محمد رضا پهلوي، حسن علي منصور جي اڳواڻي ۾ سواڪ (SAVAK) نالي هڪ تنظيم ٺاهي ته جيئن مخالفن سان منهن ڏئي سگهجي. هن تنظيم ٻن سالن جي اندر سياسي مخالفن ۽ سياسي قيدين جا وڏي تعداد ۾ ماڻهو ماري ڇڏيا ۽ ڪيترن کي تشدد جو نشانو بڻايو. 1964ع کان ماڻهو آيت الله روح الله خميني کي پنهنجو سياسي اڳواڻ سمجهڻ لڳا. 1970ع تائين خميني کي ڪافي پذيرائي حاصل ٿي وئي. 1971ع ۾ عراق-ايران جنگ لڳي. 1973ع ۾ شاھ ايران تيل کي حڪومتي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو 1973ع ڌاري عربن جو ساٿ نه ڏنو پر هن تيل جون قيمتون به وڌائي ڇڏيون. ايران ۽ عراق جي سرحدن جو فيصلو 5 مارچ 1975ع تي ٿيو 1977ع ۾ آمريڪي صدر جمي ڪارٽر جي چوڻ تي شاھ ايراني ڪن قيدين کي آزاد ڪيو ۽ ريڊ ڪراس کي اجازت ڏني ته هو ٻلي قيدين جو جائزو وٺن. انهيءَ وچ ۾ مجاهدين خلق ۽ رستا خز نالي سياسي پارٽين ايران ۾ پنهنجا پير پختا ڪري ورتا. هنن شاھ جي کليل مخالفت ڪرڻ شروع ڪري ڏني. ساڳي سال مشهور اسلامي اڳواڻ علي شريتي سواڪ جي تشدد سبب مارجي ويو هي ايران جو تمام مشهور اڳواڻ هو جنهن ڪري شريتي جي پوئلڳن ۾ شاھ جي خلاف ڪاوڙ پيدا ٿي. ساڳي سال خمينيءَ جو پٽ مصطفيٰ به هڪ حادثي ۾ مارجي ويو ماڻهن ۾ اچا غصو وڌيو ۽ خميني سان همدرديون ٿيون. جنوري 1978ع ۾ ايران ۾ اسلامي انقلاب آيو محمد رضا شاھ کي هٽائي اسلامي ريپبلڪ ايران جي نالي سان ملڪ تي آيت الله روح الله خمينيءَ جو قبضو ٿيو خميني ملڪ جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ هڪ سپريم ڪائونسل قائم ڪئي. پهرين فيبروري



1979ع ۾ آيت الله خميني، جيڪو ملڪ بدري جي زندگي گذاري رهيو هو واپس تهران پهتو ته سندس شاندار استقبال ڪيو ويو ۽ شاھ محمد رضا پهلوي کي ملڪ ڇڏڻو پيو آيت الله روح الله خميني 1979ع کان سپريم ليڊر آف ايران جي اڳواڻ طور پنهنجي وفات تائين خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو سندس دور ۾ ملڪ ۾ اسلامي نظام جو نفاذ ٿيو آيت الله خمينيءَ جي وفات 3 جون 1989ع ۾ ٿي. هن وقت به ڪجهه ضروري ترميمن سان ايران ۾



اسلامي نظام نافذ آهي جڏهن ته هن وقت ملڪ جو صدر محمود احمدي نجاد آهي، جيڪو ڪاميابي سان پنهنجو مدو پورو ڪرڻ بعد هڪ دفعو وري 2009ع جي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

**ايراني پير/ نوندو ماڳ:** هيءَ ماڳ پٿر ڪمائڻ جي فيڪٽري آهي جنهن جو تعلق پيليوليٿڪ دور (پٿر جي آڳاٽي دور) سان آهي. هي ماڳ پير نوندو درگاھ کان ڏيڍ ڪلوميٽر اتر ۾ روهڙيءَ واري ٽڪر ۾، سکر ضلعي ۾ آهي. هن ماڳ جي اتر اولهه ۾ هڪ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ايراني پير آهي. هن ماڳ تائين پهچڻ لاءِ خيرپور کان لونگ فقير ۽ شادي شهيد واري واٽ وٺڻي پوندي. لونگ فقير، خيرپور کان 13 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي، جتان شادي شهيد هڪ ميل، درگاھ ڇتن شاھ ان کان به اڳتي هڪ ميل، ۽ ذڪر هيٺ آيل ماڳ به ميل اوڀر ۾ آهي. هتي اتليءَ جي آرڪيالاجسٽن ڪم ڪيو آهي. هن ٽاڪرو ڇت تان پٿرن جون ڪورون (cores) مليون آهن جن تان گهڻي نفاست ۽ مهارت سان ننڍيون وڏيون ڇريون (blades) ڇلي لاٿيون ويون هيون. ڇريون ڇلڻ کان پوءِ انهن ڪورن جي صورت بندوق جي گولين جهڙي ٿي پوي ٿي. ساڳي ٽڪريءَ جي ڏاکڻي موڪري ڇت تي پٿر جي اوائلي دور جي اڻ ڇهيل سائيٽ ملي آهي. هتان ڪجهه هٿ ڪهاڙيون، بي شمار ڇٽا، ڪرچا، آچر، ڇتڙ ۽ ڪورون (cores) مليون آهن.

**ايراني شهزادي** (ناول): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل هي تاريخي ناول هفته وار 'عبرت' جي ڪتابي سلسلي جي 6 آگسٽ 1944ع واري شماري ۾ شايع ٿيو ناول ۾ سال 16 ھ ۾ ايراني بادشاھ يزد جرد طرفان سندس وڃايل حڪومت حاصل ڪرڻ جي سميءَ جو ذڪر آهي. خلافت راشده جي دور جي فتوحات جو هيءَ آخري معرڪو هو ناول ۾ چاليھ صفحا آهن ۽ قيمت ڇھ آنا ائس. هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو

**ايرڪ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد پڪو آهي، جنهن ۾ 449 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1961ع ۾ ڇپايو

**ايرنڊي:** هيرڻ جو وڻ. سنڌ ۾ ايرنڊيءَ جي پوک ننگرپارڪر تعلقي ۾ وڌيڪ ٿيندي آهي. باقي سنڌ ۾ به هيرڻ جو وڻ نظر ايندو آهي. هيرڻ جو ٻج چڪڻ جي صورت ۾ ٿيندو آهي. هيرڻ جي ٻج جي ڪل کي مختلف مصنوعات، مثال طور: نائيلون، پلاسٽڪ، وارنش، مصنوعي چمڙي ۽ ڪپڙي جي صنعت ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو

**ايرنڊيءَ جو تيل:** هيرڻ جي ٻجن مان پيڙي ڪڍيل تيل. طبي لحاظ کان جلاب جي خاصيت رکي ٿو ۽ چمڙي نرم ڪرڻ، گاڏين جي بريڪن کي روان ڪرڻ جي تيل، روغن ۽ ٻين شين ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ان کان سواءِ ٻين شين ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ان کان سواءِ هوائي جهازن ۽ جيٽ انجڻن ۾ استعمال ٿيندڙ گريس ۽ صابڻ ٺاهڻ ۾ به ايرنڊيءَ جو تيل استعمال ٿيندو آهي.

**ايريال:** ايريال، جهنگلي ٻوٽو آهي، جنهن ۾ رڳو ڏگها پن وارا ڦڙها ٿين ٿا، پنن جا پاسا ڪنڊن وارا ٿين. هن ٻوٽي کي ڪنوار ٻوٽي به چوندا آهن. طبي لحاظ کان ايريال ڪيترين بيمارين کي فائدو پهچائي ٿو سخت سوج تي ايريال جا ڦڙها چيري، گرم ڪري، هٿڊ مکي، ٻڌندا آهن.

**اِيرِنگ:** ڪنن ۾ پائڻ جو ڳهه. هي فئشني زيور ليکبو آهي، جيڪو ميناڪاريءَ، ڇلائيءَ، جاريءَ جي جڙاءَ سان جڙندو آهي. جست، نڪل، سون ۽ چانديءَ مان به جوڙيو ويندو آهي.



ڪوڏين، مٽڪن ۽ موتين مان به جوڙيو وڃي ٿو. هن زيور تي ايرنگ نالو انگريزيءَ جي ٻن لفظن "Ear-Ring" جي ڪري پيو. جنهن جي لفظي معنيٰ آهي "ڪن جو ڇلو". سنڌ ۾ اهو نالو ايرنگ ته استعمال ۾ آيو ۽ مروج ٿي ويو، پر ان زيور جي شڪل مخصوص نموني جي متعارف ٿي، جيڪا ٻين ڪنن جي زيورن کان بلڪل مختلف آهي.

ايرنگ 'رائيدار' به ٿين ته 'واتائين' وارا به جڙن. ايرنگ مختلف نمونن جا جوڙيا ويندا آهن. پر انهن جي خاص نشاني اها ٿئي ته ڪَن ۾ پائڻ لاءِ منجهن ڪُنڊو لڳل هوندو آهي ۽ ٻي نشاني اها ته ايرنگ کي پاپڙيءَ ۾ ننڍو موتي ۽ هيٺ سڏائيءَ ۾ ٻڙن جي جهالر لڙڪيل ٿيندي آهي. ڳيچن، سهرن ۽ لوڪ گيتن ۾ پڻ ايرنگن جو ذڪر اچي ٿو.

**ايريو:** 'ايريال' جي رس مان ٺهيل ڪاري رنگ جي ٽُڪر (جيڪو ايريال جي رس کي سُڪائي جوڙيندا آهن. ڪن جي خيال ۾ جزيرن جي پيداوار آهي). سُنو ايريو اهو آهي، جيڪو ساواڻ مائل تي هجي.

طبي خاصيت مطابق ڪيترين بيمارين ۾ مفيد آهي.

**ايڙڪ:** هڪ قسم جو جهنگلي ٻڪر.

**ايڙڪَ:** سنڌ جي ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي رسم رواج موجب، ڪير سانداريءَ ۾ جمائين ۽ سانداريءَ ۾ ٿي ولوڙين. انهيءَ سانداريءَ کي "ايڙڪ" چون. باقي پاٿيءَ واري سانداريءَ کي "اوٺي" چون.

**اِيس:** ڪٽ جي پاسي واري ڏگهي ڪاٺي، ڪٽ جي ٻانهين. ڪٽ جي چوکٽ ۾ چار ڪاٺيون ٿينديون آهن، جيڪي پاون سان جڙيل هونديون آهن. انهن ڪاٺين مان ٻه ڪاٺيون ڏگهيون ٿين ۽ ٻه ڪاٺيون ننڍيون. ڏگهين ڪاٺين کي ايسُون چوندا آهن ۽ ننڍين ڪاٺين کي اوپريون يا سيرون چون. ايس کي ٻانهين به چوندا آهن.

**ايس. آر. راءُ:** ايس. آر. راءُ، ڀارت جو جديد آثار قديمه جو ماهر ۽ وڏو محنتي شخص هو هن سڄي عمر قديم آثارن جي کوجنا ۽ کوٽائي ڪئي. هن لوٿل ۾ سنڌو سڀيتا بابت هڪ ڪتاب تيار ڪيو ان کان سواءِ هن ڪرناٽڪ جي قديم مصوريءَ تي به معياري تحقيق ڪئي. هن هندستان جي سامونڊي ڪنارن وارن قديم آثارن تي به کوجنا ڪري هڪ بهترين ڪتاب تيار ڪيو سندس هڪ ڪتاب Decipherment of Indus Script وڏي اهميت رکي ٿو هن رکل داس کان پوءِ موهن جي دڙي تي ڪم ڪيو. ايس. آر راءُ جي اها دعويٰ آهي ته هو موهن جي دڙي مان لڌل مهرن تي لکيل اکر پڙهي سگهيو آهي. هن جو خيال آهي ته سنڌي ٻولي آرين جي ٻوليءَ کان وڌيڪ پراڻي آهي ۽ سنڌي ٻولي دراوڙي ٻوليءَ سان بلڪل واسطو نٿي رکي. هن جو هڪ ضخيم ڪتاب "Dawn and Devolutions of the Indus Civilization" 1991ع ۾ دهليءَ مان شايع ٿيو اُن ڪتاب جي هڪ باب جو ترجمو محترم محترم عطا محمد ڀنڀرو "سنڌو لکت ۽ ٻولي" جي عنوان سان ڪيو جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ سال 1994ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن جي راءِ آهي ته سنڌو لکت، براهمي ۽ سامي لکت کان اڳاٽي آهي. هن اهو به چيو آهي ته براهمي لکت سنڌي تصويري آئيوٽا تان ورتل آهي. هن کوجنا ڪري ٻڌايو آهي ته 17 نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي سامي ۽ سنڌو لکت ۾ ساڳيون آهن ۽ 16 نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي سنڌو ۽ برهمي لکت سان هڪجهڙائي رکن ٿيون.

**ايس. ايم. فاطمه جناح گرلز اسڪول:** سيپٽمبر 1942ع ۾، سنڌ مدرسي بورڊ طرفان ڪراچيءَ ۾ ڇوڪرين جي تعليم لاءِ مسٽر عبدالرحمان جي بنگلي ۾ هڪ اسڪول کوليو ويو، جيڪو آهستي آهستي ترقي ڪندو هڪ مقبول اسڪول بڻجي ويو 1947ع ۾ اسڪول جي لاءِ هڪ ايراضي حاصل ڪري، محترمه فاطمه جناح کان پيڙهه جو پٿر رکرائي، سندن ئي نالي سان منسوب ڪيو ويو 1953ع ۾، هن اسڪول کي هڪ ٻي عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو هن وقت، انهيءَ اسڪول ۾ ٻن هزارن کان مٿي ڇوڪريون تعليم پرائي رهيون آهن.

**ايس. ايم. ڪاليج (ڪراچي):** ايس. ايم. آرٽس، سائنس، ڪامرس ڪاليج، سنڌ مدرسي جي بورڊ 1943ع ۾ قائم ڪيو. هن ڪاليج کي اهو اعزاز حاصل آهي ته، ان جو افتتاح قائداعظم محمد علي جناح ڪيو هو. قيام پاڪستان کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾ مسلمانن جو اهو واحد ڊگري ڪاليج هو 1953ع ۾ ڪامرس جي شعبي ۽ 1957ع ۾ سائنس جي شعبي جو واڌارو ٿيو ڪاليج سان گڏ هڪ هاسٽل به آهي. هن ڪاليج ۾ پاڪستان کان علاوه وچ اوڀر، اوڀر ايشيا، آفريڪا ۽ ٻين خطن جا شاگرد تعليم پرائيندا رهيا آهن. ڊاڪٽر امير حسن صديقي، پروفيسر اي. جي. واسطي، پروفيسر اي. ايم. مولوي، پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه ۽ پروفيسر اي. ايس ڪوهاٽيءَ جهڙا ممتاز تعليمي ماهر هن ڪاليج جا پرنسپال ٿي رهيا آهن.

**ايس. ايم. لا ڪاليج:** قيام پاڪستان کان ڪجهه ڏينهن اڳ، پير الاهي بخش جي اصرار تي، حسن علي عبدالرحمان طرفان، ايس. ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيو ويو پيرصاحب، ان زماني ۾ سنڌ مدرسي بورڊ جو چيئرمئن هو حسن علي عبدالرحمان جي جذبي ۽ جدوجهد جي ڪري هي ڪاليج جلد ئي ترقي ڪري، ملڪ جي ممتاز تعليمي ادارن جي صف ۾ شامل



ٿي ويو. ايس. ايم لا ڪاليج جي لائبريري، ملڪ جي اها مشهور لائبريري آهي، جنهن ۾ قانون بابت سڀ کان وڌيڪ ڪتاب آهن.

قانون جي هن اعليٰ پايي جي تعليمي اداري، ايس. ايم. لا ڪاليج ۾، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، اي. ڪي. بروهي، جسٽس انعام الله، جسٽس فاروقي ۽ خالد اسحاق جهڙين شخصيتن تعليم پرائي.

**ايس. ايم. لا ڪاليج (ٽنڊوالهيار):** هن نالي سان هڪ ڪاليج تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ نصرپور روڊ تي واقع آهي. جيڪو ماڊل ايجوڪيشنل ڪوآپريٽو سوسائٽي، ٽنڊي الهيار جي سرپرستيءَ هيٺ 1956ع ۾ قائم ڪيو ويو. هن ڪاليج کي 1972ع ۾ سرڪار جي نگرانيءَ ۾ ڏنو ويو. 1974ع ۾ هن ڪاليج کي ڊگري ڪاليج جو درجو ڏنو ويو ۽ پڻ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري سان منسلڪ ڪيو ويو. 1990ع ۾ ڪاليج کي نئين عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو. هيءُ ڪاليج اٺن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هن وقت هيءُ ڪاليج مختلف مضمونن ۾ ڊگري ڪورس ڏيئي رهيو آهي. جهڙوڪ: اقتصاديات، پوليٽيڪل سائنس، مسلم هسٽري ۽ اسلامي ڪلچر وغيره. هن ڪاليج ۾ شاگردن کي ڪرڪيٽ، بيڊمنٽن، فٽ بال ۽ هاڪيءَ جهڙين رانديون پڻ ڪرايون وينديون آهن. هن ڪاليج جي لائبريءَ ۾ چار هزار ڪتاب آهن. هن ڪاليج ۾ فزڪس، ڪيميسٽري، باٽني ۽ زوالاجيءَ جي تجرباتي سکيا لاءِ ليبارٽريون پڻ موجود آهن.

**ايس. اين. ڦيرواڻي:** شيوا رام نرسنگهه داس ڦيرواڻي، سنڌي ٻوليءَ جو پروفيسر هو. هن 1938ع ۾ ڏيارام گدومل جي سوانح حيات "راڄ رشي ڏيارام گدومل" (جيون چرتر) جي عنوان سان ڇپائي، جنهن جو ٻيو ڇاپو سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن جولاءِ 2000ع ۾ ڇاپيو آهي. پروفيسر ڦيرواڻي، اُن ڪاميٽيءَ جو به ميمبر هو، جنهن سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي هئي. جنهن ڪاميٽيءَ جو ميمبر علامه آءِ آءِ قاضي پڻ هو.

**ايسٽ انڊيا ڪمپني:** هن نالي سان ٽي ڪمپنيون هيون. هڪ انگريزن جي، ٻي پورچوگيزن جي ۽ ٽين فرينچن جي. جن جو ترتيبوار 1600ع، 1602ع ۽ 1664ع ۾ بنياد پيو. پورچوگيزن واري ڪمپني سمن جي ڏؤر ۾ به هئي، پر



پوءِ ان کي نئين شڪل ڏيئي، ان جو باقاعدي بنياد 1664ع ۾ وڌو ويو. برطانوي ايسٽ انڊيا ڪمپني 1600ع ۾ باقاعدي لنڊن جي پارليامينٽ مان، اوير وارن ملڪن سان واپاري ناتن رکڻ جو منشور پاس ڪرائي وجود ۾ آئي. هن ڪمپنيءَ جا 217 حصيدار هئا. 31 ڊسمبر 1602ع تي انگلنڊ جي راڻيءَ ايلزبيٿ، ڪمپنيءَ پاران سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جو پروانو ڏنو. جنهن کان پوءِ 1613ع ۾ نڪولس وٿنگٽن، ڪمپنيءَ پاران سنڌ ۾ واپار لاءِ جائزو وٺڻ آيو. ۽ انهيءَ ئي سال هن ڪمپنيءَ پنهنجي پهرين واپاري ڪوٺي سورت ۾ قائم ڪئي. ان وقت سورت مشهور بندر هو ۽ سنڌ سان لاڳاپيل هو ان کان پوءِ 1618ع ۾ انهيءَ ڪمپنيءَ مڪران جي بندر "جسڪ" تي واپاري ڪوٺي قائم ڪئي. انهيءَ کان اڳ 1615ع ۾ انگلنڊ جي بادشاهه جيمس پهرئين ٿامس رو هندستان ۾ سفير ٿي آيو 24 ڊسمبر 1615ع تي هن ڪمپنيءَ کي سنڌ ۾ واپار متعلق چاڻ ڏني. اصل ۾ برطانوي ڪمپنيءَ 1613ع ۾ پهريون دفعو سنڌ ۾ واپاري ڪوٺي کولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر پورچوگيزن جي اڳ ۾ ئي اتي ڄميل هئڻ سبب انگريز ڪامياب ٿي نه سگهيا. 26 اپريل 1630ع ۾ برطانوي ڪمپنيءَ هڪ ديسي دلال کي واپار جو واءُ سواءُ معلوم ڪرڻ لاءِ سنڌ موڪليو جيڪو هتان واءُ سواءُ وٺي ۽ ڳنڍيون ڪپڙي جون ۽ نموني طور ڪجهه نير خريد ڪري، سورت جي ايجنٽن کي ڏيکارڻ لاءِ ساڻ کڻي ويو انهيءَ کان اڳ 1617ع ۾ برطانوي ڪمپنيءَ هندستان مان 3,56,288 پائونڊن جو مال خريد ڪيو هو جنهن جي انگلنڊ ۾ قيمت 9,14,600 پائونڊ هئي. اصل ۾ ايڏو وڏو اقتصادي فائدو ڏسي ڪمپنيءَ سنڌ ۾ واپاري ڪوٺيءَ لاءِ ڪوششون تيز ڪيون. 1635ع ۾ هڪ انگريز جهاز "ڊسڪوري"، لاهري بندر تي پهتو جنهن تي ٽن ڄڻن وارو هڪ واپاري وفد سوار ٿي، ٺٽي پهتو انهيءَ وفد ۾ وليم فريملين، جان سيلر ۽ رچرڊ موئلي شامل هئا. انهيءَ وفد سنڌ ۾ ڪپڙي جي واپار لاءِ ٻن مهينن تائين جائزو ورتو. آخر انهيءَ ئي سال جي آخر ۾ برطانوي ڪمپنيءَ سنڌ ۾ پهرين واپاري ڪوٺي قائم ڪئي. جنهن جي مکيه آفيس ٺٽي ۾ ۽ ان جون شاخون نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ قائم ٿيون. شروع ۾ ڪمپنيءَ سوٽي ڪپڙي ۽ نير جي خريداري به ڪرڻ لڳي. سنڌ ۾ قلمي شورو گهڻي انداز ۾ پيدا ٿيندو هو. انگريز انهيءَ کي بارود ٺاهڻ لاءِ ڪتب آڻيندا هئا. اهوئي سبب آهي جو اڳتي هلي ڪمپنيءَ پنهنجي واپار جو سمورو زور قلمي شوري هٿ ڪرڻ ۾ لڳايو. انگريز واپارين سنڌ مان وڏ ۾ وڏ قلمي شورو هٿ ڪري موڪليو ستاويهه سال اها ڪوٺي هلي پوءِ سنڌ ۾ ڏڪار پوڻ سبب 1662ع ۾ اها بند ڪئي وئي. ٻيو ڀيرو وري 1662ع ۾ ڪمپنيءَ جي ڪوٺي بند ٿيڻ کان پنج سال پوءِ، جڏهن سنڌ وري ڏڪار مان ڇڙهي سائي ستابي ٿي، ته ڪمپنيءَ ٻيهر پنهنجي ڪوٺي قائم ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ شروع ڪيا. 1667ع ۾ ڪمپنيءَ هٿ پير هڻڻ شروع ڪيا ڪمپنيءَ پاران به گماشتا، هينري گاري ۽ گلبرٽ هئريسن، ٺٽي پهتا. هڪ سال کان پوءِ 1668ع ۾ جڏهن ڪمپني، بمبئيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ورتو ته سنڌ ۾ ڪوٺي نه هئڻ جي باوجود به طاقت جي زور تي انگريزن پنهنجو واپار جاري رکيو. 1687ع ۾ ڪمپنيءَ سنڌ مان ڪپڙي، سُٽ ۽ ڇيٽ جون 250، 00، 4 ڳنڍيون بمبئيءَ ۽ سورت روانيون ڪيون. 1697ع کان 1702ع تائين، پنجن سالن جي عرصي ۾ هندستان مان اُٺن لکن پائونڊن جو مال ٻاهر روانو ڪيو ويو. اهو سلسلو جاري رهندو آيو. جيستائين وڃي 1758ع ۾ ڪمپنيءَ سنڌ ۾ ٻيو دفعو پنهنجي ڪوٺي قائم ڪئي. انهيءَ عرصي ۾ سنڌ تي ميان نورمحمد ڪلهوڙو حڪمران هو. ۽ ڪمپنيءَ سان سندس دوستاڻا تعلقات هئا. ڪمپنيءَ انهن تعلقاتن مان ڀرپور فائدو ورتو. جڏهن ميان نورمحمد وفات ڪري ويو ۽ ميان غلام شاهه سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو، ته هن به ڪمپنيءَ سان ٻيءَ وارا ساڳيا ناتا برقرار رکيا. ۽ 18 ڊسمبر 1758ع تي انگريزن کي سنڌ ۾ ڪوٺي قائم ڪرڻ لاءِ فرمان جاري ڪيو ائين ڪمپنيءَ سنڌ ۾ ٻيو دفعو واپاري ڪوٺي قائم ڪئي. 1760ع ۾ ميان غلام شاهه ڪمپنيءَ سان هڪ نئون واپاري عهدنامو ڪيو جنهن موجب سفيد فام فرنگين مان فقط انگريزن کي سنڌ ۾ واپار جي اجازت ملي ۽ مٿن محصول به معاف ڪيو ويو. انهيءَ ئي

عهدنامي موجب 1764ع ۾ انگريزن قلمي شوري جون 1254 گوٺيون بمبئيءَ روانيون ڪيون ۽ ڪمپني ساليانو سراسري ڏهه هزار مڻ قلمي شورو سنڌ مان ڪڍڻ لڳي. اهڙيءَ طرح 1775ع تائين ڪمپني سنڌ ۾ ڦرلٽ ڪندي رهي. 1775ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ سياسي بدامني پيدا ٿي ۽ ڪاروبار متاثر ٿيو ته ڪمپنيءَ ڪي پنهنجي ڪوٺي بند ڪرڻي پيئي.

اصل ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني (برطانوي) هندستان تي قبضي ڪرڻ لاءِ بڻائي وئي هئي، جنهن 1613ع ۾ سورت ۾ پنهنجي پهرين واپاري ڪوٺي قائم ڪرڻ کان شروعات ڪئي ۽ اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري سموري هندستان ۽ سنڌ تي قابض ٿي وئي. 1858ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني ختم ڪئي وئي ۽ اُن جا سمورا اختيار برطانيا جي تاج ماتحت اچي ويا. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ فرينچ ۽ پورچوگيزن جي ڪمپنين به واپار شروع ڪيو هو پر برطانوي ڪمپنيءَ بنهي کي اقتصادي توڙي سياسي طور ناڪام بڻائي ڇڏيو. سنڌ تي (برطانوي) ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ئي وڌو اثر رهيو ۽ انهيءَ ڪمپنيءَ معرفت ئي انگريز هندستان جي اچي ۽ ڪاري جا مالڪ بڻيا.

**ايسٽر**: عيسائين جو وڏو ڏينهن. عيسائين جي عقيدي موجب هيءَ ڏينهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي صليب تي چڙهڻ جي ياد ۾ ملهايو وڃي ٿو. پهريائين ايسٽر ملهائڻ لاءِ ڪا تاريخ مقرر ڪانہ هئي، پر 1752ع ۾ برطانيا جي پارليامينٽ هڪ قانون منظور ڪيو جنهن مطابق 21 مارچ يا ان کان پوءِ چنڊ جي 15 تاريخ کان پوءِ جيڪو آچر اچي، اهو ايسٽر جو ڏينهن ٿيندو.

هن ڏهاري سان ڪيترين ئي رسمون منسوب آهن. جهڙوڪ: ان ڏينهن عيسائي عموماً آنا (بيضا) هڪ ٻئي کي تحفي طور ڏيندا آهن، ۽ ٻارڙا آنن (بيضن) سان کيڏندا آهن. ايسٽر جي تقريب جو آغاز اڌ رات جو ديول ۾ خاص شمع ٻاري مسيح جي نئين تنوير (نور جي ڪرڻ) سان ڪيو ويندو آهي.

**ايسٽرن نارا ڪئنال**: سکر بئراج جي کاٻي ڪناري وٽان نڪرندڙ هڪ واهه جو نالو آهي. ۽ هيءَ بئراج جو سڀ کان وڏو واهه آهي. هن ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو 13649 ڪيوسڪ آهي، جڏهن ته هن جي پاڻيءَ مان 13 لک، 85 هزار، 986 ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. هن واهه جي ڊيگهه 226 ميل ۽ ويڪر 346 فوٽ ۽ اونهائي 5 ء 11 فوٽ آهي.

**ايسٽ وڪ، وليم جوزف**: انگريز منتظم، مصنف ۽ ڪمانڊر. جيڪو 1808ع ۾ ڄائو ونچسٽر (انگلنڊ) مان تعليم ورتي، بمبئي فوج ۾ شامل ٿيو پوءِ سياسي شعبي سان وابستہ ٿيو ۽ سنڌ ۾ هينري پاٽنجر جو معاون مقرر ٿيو 1889ع ۾ حيدرآباد جي ميرن سان صلح جي ڳالهين واري وفد ۾ شامل هو. 1846ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ڊائريڪٽر ۽ 1858ع ۾ ان جو نائب چيئرمئن ٿيو ڪائونسل آف انڊيا جو ميمبر به رهيو. هن سنڌ جي تاريخ تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "Dry Leaves From Young Egypt" جنهن جو سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ پاران "تئين مصر جا پراڻا ورق" جي نالي سان ڇپايو ويو آهي. هن سان منسوب ڪيو وڃي ٿو پر ڪن جو خيال آهي ته اهو اي.بي.ايسٽوڪ سندس پاءُ هو. وليم جوزف ايسٽ وڪ 1889ع ۾ وفات ڪئي.

**ايسپ جون آکاڻيون** (ڪتاب): "ايسپ جون آکاڻيون" دنيا جي قديم ۽ عام پسند ڪتابن مان هڪ ڪتاب آهي، جنهن جو ترجمو دنيا جي مڙني مک ٻولين ۾ ٿي چڪو آهي. اهي آکاڻيون اڄ کان سوا ٻه هزار ورهيه اڳ لکيون ويون هيون. هنن آکاڻين جو لکندڙ ايسپ، روم ۾ 620 ق. م ڌاري ڄائو ۽ بيلنيءَ ۾ 544 ق. م ۾ ماريو ويو. هن کي ايسپ ان ڪري چئجي ٿو جو هو ڪُبو هو ۽ ڪُبي کي يوناني ٻوليءَ ۾ "ايسپ" چوندا آهن. ايسپ پنهنجي ڍاهپ جي ڪري ايڏو ته مشهور ٿيو جو بعد ۾ ڪيترن ٻين ڏاهن کي سندن ملڪ جو ايسپ سڏيو ويو مثلاً: حضرت لقمان (پنجين صدي ق. م) کي "عربستان جو ايسپ". جان گي (1732- 1688ع) کي. انگلنڊ جو ايسپ" جين ڊي لافنٽين (1621- 1695ع) کي "فرانس جو ايسپ". بيد پاءِ (ٽين صدي ق. م) کي "هندستان جو ايسپ" وغيره سڏيو ويو.

ايسپ جي آکاڻين جو پهريون مجموعو حضرت عيسيٰ جي ولادت کان 400 سال اڳ، يونان ۾ پڌرو ٿيو جنهن مان هن ڪتاب جي قدامت جو پتو پوي ٿو ابتدا کان ئي هنن آکاڻين جي واڪاڻ ديسان ديس مشهور هئي. 1484ع ۾، "ڪئڪسٽن" انگريزي ٻوليءَ ۾ هنن آکاڻين جو ترجمو ڪيو جنهن کان پوءِ 1665ع ۾ "جانارگلبي" هن ڪتاب جو اختصار پيش ڪيو سنڌي زبان ۾ پهريون دفعو 1854ع ۾ ديوان ننديرام ميرانيءَ، سنڌ جي ٺٽهوڪي اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس صاحب، جي معاونت سان، ترجمو ڪري، هيءُ ڪتاب ڇپايو ان کان پوءِ منشي اڏارام ٿانورداس ميرچندانيءَ، ايسپ جون 105 آکاڻيون چونڊي سنڌيءَ ۾ ڪتاب شايع ڪيو انهيءَ ترجمي جي پهرئين ڇاپي جو سال نٿو ملي، پر جيئن ته منشي صاحب 1884ع ۾ وفات ڪئي آهي، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته اهو ڪتاب 1883ع کان اڳ ڇپيو آهي. سال 1900ع تائين هن ڪتاب جا ڇهه ايڊيشن شايع ٿي چڪا هئا. هيستائين رڳو سنڌي زبان ۾ ئي هن ڪتاب جا 9 ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن. دنيا جي ڪابہ سڌريل ٻولي اهڙي ناهي، جنهن ۾ ايسپ جي آکاڻين جو ترجمو نہ ٿيو هجي. هيءُ ڪتاب جملي 217 آکاڻين تي مشتمل آهي. اصل ۾ هيءُ ڪتاب هڪ نصيحت نامو آهي، جنهن ۾ ايسپ پنهنجا تجربا لکيا. انهن ۾ موجود صلاحون ۽ هدايتون، آکاڻيون، ٻارن، جوانن، ٻوڙهن، عالمن ۽ طالب علمن کي هڪ جهڙو لطف ڏين ٿيون، ايتري قدر جو چون ٿا ته دنيا جو مشهور فيلسوف سقراط به نظربنديءَ واري زماني ۾ هن ڪتاب جو مطالعو ڪندو هو ايسپ جون آکاڻيون ڪيترن ئي ملڪن جي اسڪولي نصاب ۾ شامل آهن. سنڌيءَ جي درسي ڪتابن ۾ پڻ اهي آکاڻيون شامل رهيون آهن.

**ايس. پي. گپتا**: هي صاحب هندوستان جي قديم آثارن ۽ آرٽ جي تاريخ جو وڏو عالم هو پاڻ 1931ع ۾ ڄائو هن جو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب سان گڏ سڄي ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن تي گهرو مطالعو ۽ مشاهدو هو هن انڊين آرڪيالاجيڪل سوسائٽيءَ طرفان ڪيترن جرنلس کي ايڊٽ ڪيو ڪيس مارٽيمر ويلر انعام سان نوازيو ويو آهي. سندس لکيل ڪتاب ۽ آرٽيڪل هي آهن:



1- Elements of Indian Art: Including Temple Architecture, Iconography and Iconometry

2-Frontiers of Indus Civilization

هيٺيان ڪتاب بي بي لال صاحب سان گڏجي لکيائين.

3- The Lost Sarsavati and Indus Civilization

4- Disposal of Dead and Physical Types in Ancient India. (1975)

5- Tourism, Museums and Monuments. (1975)

6- Archaeology of Soviet Central Asia and the India Border Lands (Two parts) 1978.

7- The Dawn of Civilization.

سندس ستون نمبر ڪتاب سنڌو تهذيب تي مشهور ڪتاب آهي، جيڪو سينٽر فار اسٽڊيزان سولائيزيشن دهليءَ مان 1999ع ۾ شايع ٿيو.

**ايسراڻي: نک (ماڪيجا):** هي اصل اروڙونسي آهن ۽ سندن نکڙيا سئوٽ لاڙ ۾ ۽ پريا تعلقي نوشهروفيروز ۽ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾، ۽ حيدرآباد ۾ آهن. هي گروءَ جا سک آهن ۽ اورنگزيب بادشاهه جي وقت ۾ پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا.

ايسراڻي آکهه وارن مان پنج ڀائر لاڙڪاڻي طرف اچي، سنڌو نديءَ جي پرينءَ پر رهيا، ۽ زمينداري ڪرڻ لڳا. جنهن وقت انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تنهن وقت اتي سلامتي نه سمجهي درياهه جي اورينءَ پر ايلياس جي ڳوٺ ۾ اچي رهيا. اٽڪل هڪ سئو ورهيه ٿيا ته اتان لڏي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا. لاڙڪاڻي ۾ سندن گهٽي اڄ تائين "ايلياسي گهٽي" يعني ڳوٺ ايلياس کان آيلن جي گهٽي سڏجي ٿي.

ايسراڻي آکهه وارن جي مٿي ذڪر ڪيل پنجن ڀائرن جا ٻيا به ڀائر پنجاب ۾ گرداسپور جي نزديڪ رهندا هئا، سي به پوءِ سنڌ ۾ آيا. اهي اول خدا آباد ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ ميرن وٽ نوڪرين ۾ هئا. 1793ع ۾ سنڌ جي ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو ته هيءَ ايسراڻي نوشهري فيروز ۾ ٻٽنيءَ ۽ اجاري جي بستگيءَ لاءِ مقرر ٿيا. ان وقت مورجاڻي آکهه وارا به نوشهري ۾ رهندا هئا. جن جي نک به "ماڪيجا" آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ ايسراڻي ڀائرن مان هڪ ڀاءُ جي آکهه وارا مورجاڻين سان گڏ، خيرپور مير صاحب واريءَ جي ويجهو ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا، جو انهن ٻنهي آکهين وارا مير سهراب خان وٽ نوڪرين ۾ هئا. هڪ سئو کن ورهيه ٿيا ته هيءَ پرڳڙين مان لڏي هميشه لاءِ لاڙڪاڻي ۾ وڃي رهيا. سندن ٻيا سئوٽ، جي اڃا نوشهري فيروز ۾ هئا، سي به اتان لڏي لاڙڪاڻي ويا. اهين سڀ ايسراڻي لاڙڪاڻي ۾ وڃي ڪٺا ٿيا، ته به سندن مٿي مائٽي اڄ تائين خيرپور ۽ ساهتي پرڳڻي وارن سان هلندي اچي. جيڪي ايسراڻي ڳوٺ ايلياس مان لڏي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا هئا، تن سان چلي سوتڪ وارڻ جي به وات ڪانه اٿن.

ديوان ايسرداس جنهن جي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا، تنهنجو هڪ پٽ ديوان سنتوڪ سنگهه هو. منڊ ۾ فقط ديوان سنتوڪ سنگهه جو اولاد خيرپور مان لاڙڪاڻي ۾ آيو هو. ديوان سنتوڪ سنگهه جي نسل مان ديوان بهادر ايسر سنگهه، تلوڪ سنگهه ۽ سندس ويجها سئوٽ ديوان گوبند سنگهه ۽ ديوان ڪندن سنگهه آهن. ساڳئي نسل مان ديوان شام سنگهه ۽ ديوان واڌو مل آهن.

ديوان ايسرداس جي ٻئي پٽ ديوان تيرٿداس جي نسل مان ديوان هزاريمل ناميارو وڪيل هو. جنهن جو پوٽو ديوان سيرومل وشنداس وڪيل آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو.

ڳوٺ ايلياس کان آيل ايسراڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان تلوڪچند ايسرداس هو جنهن جي نسل مان ديوان گوبند بخش جاجي مل بئرسٽر، پاٿس ڪئپٽن نانڪ بخش اسسٽنٽ ڪمانڊنگ رائل انجنيئر ۽ سندن سئوٽ ديوان ڪنانداس تلومل اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽرءِ ٻيا آهن. اهي "ايلياسي" سڏبا آهن.

**ايسر فقير:** ايسر فقير پٽ پرمانند رانوتي تعلقي اوباوڙي جو وينل هو. سڄي عمر روهڙيءَ ۾ رهيو ۽ درگاهه درازا جو طالب هو. ڪافيون ڪلام چيائين. سندس ڪي ڪافيون ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن.

**ايس. سي. شاهاڻي لا ڪاليج:** هيءَ ڪاليج 1925ع ۾ ڪراچي شهر ۾ قائم ڪيو ويو. هن ڪاليج جو مقصد سنڌ ۾ قانون جي تعليم کي عام ڪرڻ هو. شروع ۾ هن ڪاليج ۾ ڪراچيءَ جا مشهور ۽ جهونا وڪيل قانون جي تعليم ڏيندا هئا. هن ڪاليج جو شروع ۾ نالو "سنڌ ڪاليجئيٽ بورڊ لا ڪاليج" هو. بعد ۾ هن ڪاليج کي پرنسپال مسٽر ايس. سي. شاهاڻيءَ جي نالي سان منسوب ڪيو ويو.

**ايس. گل:** سندس اصل نالو سيد حاجي فضل علي شاهه جاموٽ هو. پر هو فلمي دنيا ۾ "ايس. گل" جي نالي سان ڄاتو سڃاتو ويندو هو. مرحوم جي ڄمار 75 سالن جي لڳ ڀڳ هئي. جڏهن هن 18 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪئي.



پونيرن ۾ هن به پٽ ڇڏيا آهن. جن مان هڪ جي اڳوڻي وزيراعظم مرحوم محمد خان جوڻيجي جي نياڻيءَ سان شادي ٿيل آهي. جاموٽ فئملي سان تعلق رکندڙ ايس. گل اداڪاريءَ جي شروعات ورهاڱي کان اڳ ڪئي هئي. پاڪستان ۾ "بيقرار" سندس پهرين فلم هئي، جيڪا 1950ع ڌاري هن خود پروڊيوس ڪئي هئي. 'التجا'، 'درنده'، 'سهڻا سائين' ۽ 'حاضر سائين' وغيره سميت هن اردوءَ توڙي سنڌيءَ ۾ تقريباً 100 فلمون ناهيون. هن فلمن ۽ مقبول ٽي. وي پروگرام "نيلام گهر" لاءِ گل حيدر جي نالي سان ميوزڪ پڻ ڪمپوز ڪيو. گل حيدر نالو ڏيڻ جو سبب هيءَ هو ته ايس. گل جهوني ميوزڪ ڊائريڪٽر مرحوم غلام حيدر جو اسسٽنٽ رهي چڪو هو.

**اي سنڌ ڇائي** (ڪتاب): شهيد بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ مختلف اديبن، صحافين، سياستڪارن ۽ ڪارڪنن جا لکيل ڪالم، مضمون، تاثر ۽ شعر گڏ ڪري "اي سنڌ ڇائي" جي نالي سان ذوالفقار هاليپوٽي جو ترتيب ڏنل هي ڪتاب، ڊيمي سائيز جي 142 صفحن تي مشتمل آهي، ۽ ان جي قيمت 150 رپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي ساهت گهر حيدرآباد ياران ناز سنائيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ جامي چانڊيي، نثار کوکر، سيد ظفر علي شاهه، اقبال ملاح، جام ساقي، ممتاز بخاري، حميرا علواڻي، مرتضيٰ سيال، رئوف نظاماڻي، زاهد ميراڻي، ستار سروهي، ناياب سرڪش سنڌيءَ ۽ ٻين جا ڪالم، مضمون، تاثر ۽ سيف ٻنوي، عزيز گوپانگ ۽ فياض چنڊ ڪليري وغيره جا شعر ڏنل آهن.




**ايشور آنچل:** ايشور آنچل هند ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب ۽ نقاد هو. سندس اصل نالو ايشور نارائڻ داس شرما 'آنچل' هو. 2 آڪٽوبر 1928ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. شاعري سندس پسنديده شغل هو. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'پيار ۽ پٿسو'، (2) 'گهنڊ پيو گڙي' (1967ع)، (3) 'خاڪ لپ' (1974ع)، (4) 'پاڇولا سانجهيءَ جا' (1982ع)، (5) 'پنڌ تتل واريءَ تي' (1990ع)، (6) 'آتم جي تلاش' (1993ع) ۽ (7) 'ٽانڊاڻا انڌيري رات ۾' (1994ع). آخري ڪتاب تي کيس سال 1997ع لاءِ مرڪزي ساهت اڪادمي انعام مليو. هن 1998ع ڌاري الهاس نگر (بمبئي) ۾ وفات ڪئي.

**ايشور پارتي:** ايشور پارتي 7 جولاءِ 1942ع تي ٽنڊي آدم ۾ ڄائو. بي. اي سندس تعليمي تحصيل آهي. ڪهاڻي ناول سندس پسنديده موضوع آهن. انهن موضوعن تي سندس ٻه ڪتاب (1) 'ديوارون' (ناول، 1974ع) ۽ (2) 'ڪهاڻيون' (1978ع) ڇپيل آهن سندس ڪهاڻين جو پهريو مجموعو "دشمن" 1982ع ۾ ڇپيو سندس ترتيب ڏنل ڪهاڻين جو مجموعو "زهر" به مقبول ٿيو

**ايشور جو ڏس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هاسانند سندرداس پمناڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 23 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1922ع ۾ ڇپيو

**ايشور چندر:** ايشور چندر سنڌي ۽ هندي ٻوليءَ جو ناميارو ڪهاڻيڪار ٿي گذريو آهي. هو 30 جولاءِ 1937ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ پيدا ٿيو ميٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ پنهنجي خاندان سان هندستان هليو ويو جتي راجستان جي شهر اجمير ۾ رهيو ۽ ريلوي کاتي ۾ نوڪري ڪيائين هن سنڌيءَ ۽ هنديءَ ۾ تمام گهڻيون ڪهاڻيون لکيون آهن سندس



هندي ڪهاڻين جي هڪ ڪتاب تي راجستان ساهتيه اڪيڊميءَ سڀ کان وڏو انعام ڪيس ڏنو ۽ سندس قدرداني ڪئي. سنڌيءَ ۽ هنديءَ ٻولين ۾ سندس ڏهاڪو ڪتاب ڇپيل آهن جن جو تفصيل هن ريت آهي:
1. ٽڏا ڇپ (1965ع)، 2. مٽل ماڪوڙو (1966ع)، 3. پنهنجي ئي گهر ۾ (1973ع)، 4. نئين زماني جو ڪوٺو (1979ع)، 5. سخت ڇهري وارو ماڻهو (1980ع)، 6. موٽي آيل ماضي (1881ع)، 7. ايشور چندر جوسٽ ڪهاڻيون (1983ع)، 8. چوڪرو چوڪري (1983ع)، 9. اندر جو ڄامڙو (1984ع)، 10. ساڳيوئي سوال (1984ع)، 11. هڪ بيمار غزل (1985ع)، 12. رٽ (1986ع پر/ شايد 1987ع). ان کانسواءِ سندس هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ Forgotten پڻ ڇپيو آهي. هن جا ٽي ڪتاب ٽڏا ڇپ، سخت ڇهري وارو ماڻهو ۽ اندر جو ڄامڙو سنڌ ۾ پڻ ڇپيا آهن. هن جي ڪهاڻين ۾ سماجي، معاشي ۽ نفسياتي مسئلن جو حل ملي ٿو "موهه" سندس بهترين ڪهاڻين مان هڪ آهي. هن 13 آگسٽ 1992ع تي ديهانت ڪئي.

**ايشور داس:** ايشور داس ولد پيتامبرداس ميرپور خاص جو رهواسي آهي. هن سنڌ يونيورسٽي مان ايم. اي ڪئي. 2002ع جي چونڊن ۾ پي پي جي ٽڪيٽ تي اقليتن جي مخصوص سيٽ تان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو چين، ڀارت، مالديپ، سينگاپور، سري لنڪا، ٿائلينڊ ۽ ويتنام سندس گهميل آهن.

**ايشوري جوتواڻي:** سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪا ۽ تعليمدان ايشوري جوتواڻي، 11 نومبر 1930ع تي سيوهڻ، سنڌ ۾ ڄني ورتو سندس تعليم ايم. اي آهي. هن ڪيترائي ناول، ڪهاڻيون، مضمون ۽ سفرناما لکيا آهن. هن انگريزن خلاف آزاديءَ جي تحريڪ، ڪئٽ انڊيا (Quit India) ۾ ننڍيءَ عمر ۾ حصو ورتو ۽ 1942ع ۾ ڪجهه عرصي لاءِ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيد به رهي. ورهاڱي کان پوءِ هُن



هند جي پُوني شهر ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتي هن سينٽ ميران هاءِ اسڪول ۽ سينٽ ميران ڪاليج فار گرلس پوني ۾ سنڌيءَ جي استاد طور ذميواريون نڀايون. هوءَ پوني يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جي چيئرپرسن، ممبئي يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيءَ جي ميمبر ۽ سنڌي ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ جي ميمبر به رهي آهي. واڍيا ڪاليج ۽ سينٽ ميران ڪاليج فار گرلس جي هاسٽل سپريڊنٽ به رهي چڪي آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "محبت جو تياڳ" (ناول: 1951ع)، "الفت جي آڳ" (ناول:1953ع)، "ڪامل جون ڪهاڻيون" (ڪهاڻيون: 1993ع) ۽ "امنگن جا آبشار" (مضمون ۽ سفرنامو: 1993ع)، "چتر پٽي شوا جي" (جيوني: 1996ع)، "آڪاڻيون پورب ديس جون"، "امر چتر ڪٿا"، "ڪوتڪ گلدستو" ۽ "ڪرامتي ڪوتڪ" وغيره شامل آهن. ڪيس سنڌي ادب ۾ بهترين خدمتن تي نئشنل ڪائونسل فار پروموشن آف سنڌي لئنگئيج (NCPSL) پاران 2000ع ۾ قومي اوارڊ ملي چڪو آهي. هُوءَ 'سنڌي ساهتيه سڀا' پوني جي صدر پڻ رهي چڪي آهي. هن وقت شانتي ڪنج، پوني ۾ رهائش پذير آهي.

**ايشوري شڪستي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم ديواچند لوڪومل عيسواڻي آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 124 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو آهي. ڀارت جيون ساهتيه منڊل حيدرآباد طرفان هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ٻاٻا پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپايو ويو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ساڳيءَ پريس، مان 1946ع ۾ ڇپيو

**ايشيا:** ايشيا دنيا جو وڏي ۾ وڏو کنڊ آهي. يورپ سميت هي خشڪي جو وڏو زميني حصو آهي، جنهن کي يوريشيا (Eurasia) چون ٿا. يورپ سان گڏ هن جي سرحد ڪوهستان، يورال، دريائي يورال ۽ قفقاز سان گڏوگڏ آهي. 2006ع جي اندازي موجب ايشيا کنڊ جي آبادي




3958768100 آهي، جنهن مان رڳو چين جي آبادي سوا هڪ ارب ٿيندي ۽ ڀارت جي پڻ 94 ڪروڙ جي لڳ ڀڳ آهي. وچ اوير کي ملائي، ايشيا کنڊ جي ڪل ايراضي 44579000 اسڪوائر ڪلوميٽر آهي. الهندي ۾ باسفورس، در دانيال ۽ بحري يورپ کان جدا ڪري ٿو اتر اوڀر ۾ آبنائي بيرنگ، اتر آمريڪا کان جدا ڪري ٿو نهر سويز (بحري روم ۽ بحري قلزم جو وچ) ايشيا کي آفريڪا کان جدا ڪري ٿو ڏکڻ ۾ بحري عرب، اڀرندي ۾ بحري چين، بحري زرد، بحري جاپان، بحري اوکوٽسڪ، بحري بيرنگ ۽ اتر ۾ بحر آرڪٽڪ آهي. ايشيا ۾ اردن، اسرائيل، افغانستان، انڊونيشيا، ايران، بحرين، برما، بنگلاديش، ڀارت، ڀوٽان، پاڪستان، سريلنڪا، ترڪي، ٿائيلينڊ، جاپان، ڏکڻ يمن، چين، فارموسا، روس (وڏو حصو)، سعودي عرب، فلسطين، عراق، سنگاپور، شام، عمان، فلپائن، قبرص، قطر، ڪويت، اتر ڪوريا، ڏکڻ ڪوريا، ڪمبوڊيا، لاؤس، لبنان، مالديپ، ملائيشيا، منگوليا، متحده عرب امارات، نيپال، ويتنام، يمن جمهوريه ۽ يونان اچي وڃن ٿا.

**ايڪادشي:** سنڌي مهيني جي يارهين تاريخ، جنهن تي هندو ورت رکندا آهن. ان کي "گيارس" به چوندا آهن.

**ايڪتا جو آلاپ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 117 صفحا ڏنل آهن. ڇاپو پهريون. ناگور ڊرئميٽڪ ڪلب. موتي پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1929ع ۾ ڇپايو.

**ايڪنيھ ڇڱا لڇڻ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 2 آنا 6 پايون آهي. ڪتاب 1929ع ۾ ڇپيو پريس وغيره ڄاڻايل ناهي.

**ايڪڙ:** يہ جريب زمين جو ٽڪر. هي زرعي زمين جي ماپ جو ايڪو آهي. قديم زماني ۾ برطانيا ۾ اهڙي ٽڪريءَ کي 'ايڪڙ' چوندا هئا، جنهن ۾ هڪڙو ڍڳو صرف هڪ ڏينهن ۾ هر هلائي سگهي. هڪڙي ايڪڙ ۾ 220 فوٽ ڊيگهه ۽ 198 فوٽ ويڪر هوندي آهي، جنهن جي ڪل ايراضي 43560 چورس فوٽ يا 4840 چورس وال هوندي آهي. سنڌ ۾ زرعي زمين جي ماپ ايڪڙن ۾ ڪئي ويندي آهي.

**ايڪس پرافٽس ٽئڪس ائڪٽ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ايچ ٽي ناگراڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 66 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. مصنف هيءَ ڪتاب هندستان پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1941ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ايڪو:** رياضيءَ جي اصطلاح ۾ 'هڪ' جو مفهوم ڏيڪاريندڙ انگ. هڪ 'ڏهاڪي' ۾ شامل انگ (هڪ کان نون تائين انگ) 1، 2، 3، 4، 5، 6، 7، 8، 9. انهن مان هر هڪ انگ ايڪو آهي.

**ايڪو[2]** (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب شري ڏيارام گدومل جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا لکيل آهي. ديوان مينارام، حيدرآباد جي بلٽونسڪي پريس، حيدرآباد مان سال 1928ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ايڪواٽي:** هڪ قسم جو ڳهه. هڪ سر واري ڌري.

**ايڪوائي:** سونارن جو هڪ اوزار. ننڍڙي سنداڻ، جنهن تي مُنڊيون يا ڇلا ويڙهي گول ڪندا آهن.

**ايڪهٽو:** ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو کاڌو. هڪ ڏينهن جو ورت. هندو اَسوُ مهيني جا پهريان نَوَ ڏينهن روزا رکندا آهن، جي "ايڪهٽا" سڏبا آهن.

**اي. ڪي. بروهي:** اي. ڪي. بروهي مشهور قانون دان، آئيني ماهر ۽ دانشور ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو الهه بخش ڪريم بخش بروهي هو پر



اي. ڪي. بروهيءَ جي نالي سان پوريءَ دنيا ۾ مشهور ٿيو هو 24 ڊسمبر 1915ع تي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو 1937ع ۾ ڊي. جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. اي ڪيائين. ان کان پوءِ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (فلسفو) ۽ ايل ايل بيءَ جون سندون ورتائين. تعليم جي تڪميل کان پوءِ سنڌ مدرسي ۾ استاد مقرر ٿيو 1941ع ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1950ع ۾ سنڌ جو ائڊووڪيٽ جنرل مقرر ٿيو انهيءَ سال پاڪستاني وفد جي ميمبر جي حيثيت سان يونيسڪو جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين. اتان واپسيءَ کان پوءِ راولپنڊي سازش ڪيس ۾ دعويٰ جي وڪيل طور ڪيس وڙهيو سندس سامهون صفائيءَ جي وڪيل طور حسين شهيد سهرورديءَ جهڙو ماهرِ قانون هو 1953ع ۾ محمد علي بوگرهءِ جي ڪابينا ۾ وزير قانون مقرر ٿيو ان وقت پاڻ آئين ساز اسيمبليءَ جو ميمبر هو قانون دان ۽ پارلياماني معاملن کان سواءِ اطلاعات ۽ نشريات جو کاتو به هن وٽ هو 23 آڪٽوبر 1954ع تي وزارت تان استعيفيٰ ڏيئي ٻيهر وڪالت شروع ڪيائين. 1960ع ۾ ڀارت ۾ پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر مقرر ٿيو 1964ع کان 1967ع تائين پاڪستان بار ائسوسيئيشن جو صدر ٿي رهيو ڪيترين ئي بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل جي فرمائش تي "اقوام متحده ۽ انساني حق" جي رپورٽ ترتيب ڏنائين. پاڻ جنرل ضياءُ الحق جي قائم ڪيل مجلس شوريٰ جو ميمبر هو 1978ع ۽ 1979ع ۾ قانون ۽ مذهبي معاملن جي وزارت به هن وٽ هئي. وفات کان اڳ بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد جو ريڪٽر رهيو جتان پوءِ استعيفيٰ ڏنائين. هو پاڪستان نئشنل هجره ڪائونسل جو چيئرمئن ٿي رهيو 12 سيپٽمبر 1987ع تي لنڊن ۾ وفات ڪيائين. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان هيٺيان به انگريزي ڪتاب قابل ذڪر آهن:

(i) An Adventure in Self expression.

(ii) The Testament of Faith.

ان کان سواءِ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ ۽ ايلسا قاضيءَ جي ڪتابن جا فلسفيانہ مهاڳ پڻ لکيائين.

بروهي صاحب جيئن تہ علامہ آءِ آءِ قاضي جو شاگرد ۽ معتقد هو، تنهنڪري علامہ صاحب جي ياد ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾، علامہ صاحب جي مقبري جي پر ۾، پنهنجي خرچ سان علامہ آءِ آءِ قاضي ڪلچرل سينٽر تعمير ڪرايائين.

**ايڪيتال:** واپارين جي اصطلاح ۾ هڪ مڻ ۾ چاليهه سيرن بدران ايڪيتاليهن سيرن جي تور.

**ايڪي جي وٽ:** رياضيءَ جو هڪ اصطلاح، تہ- رقمي ۽ پنج رقمي حسابن کي "هڪ" جي مدد سان حل ڪرڻ.

**ايگزيڪيوٽو:** قانون جي تعميل ڪرائيندڙ انتظامي آفيسر کي ايگزيڪيوٽو آفيسر' چئبو آهي. انجنيئري کاتي جي عملدار کي ايگزيڪيوٽو انجنيئر' چئبو آهي.

**ايلاچو:** هڪ قسم جو رنگين ريشمي پٽاپٽي ڪپڙو. جنهن تي ايلاچين جهڙا گل ٻوٽا ڇپيل هوندا آهن. اڳاڻي وقت ۾ هن ڪپڙي جو چالامان هوندو هو ۽ وڏ گهراڻيون عورتون هن ڪپڙي کي پسند ڪنديون هيون. هي ڪپڙو سوداگر ولايت مان آڻيندا هئا. خاص ڪري هي ڪپڙو چين ملڪ مان ايندو هو.

**ايلاچي:** ننڍو ڦوٽو هڪ قسم جو خوشبودار ٻج. جيڪو مصالحي ۽ دوا طور ڪم ايندو آهي. اڳي هيءَ ٻوٽو ڀارت ۽ سريلنڪا ۾ ٿيندو هو پر پاڪستان کان پوءِ هن ٻوٽي تي ڪامياب تجربا ڪري، سنڌ جي سامونڊي ڪناري جي آبهوا ۾ پوکيو ويو آهي، تنهنڪري هاڻي ائين چئي سگهجي ٿو تہ هي ٻوٽو سنڌ جي سامونڊي ڪناري جي پيداوار آهي.

**ايلاچي[2]:** تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو

**ايل.بي.او.ڊي:** سم ۽ زير زمين پاڻيءَ جي سطح گهٽائڻ لاءِ سنڌو درياهہ جي متوازي هڪ سم نالو ٺاهيو ويو آهي، جيڪو عالمي بئنڪ ۽ ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ جي مالي مدد سان 1980ع ۽ 90ع جي ڏهاڪن ۾ کوٽايو ويو هو ان جو مقصد سم واري پاڻيءَ کي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ آهي. ابتدائي ڪاٿي موجب سنڌ جي اپرندي ۽ ڏاکڻي علائقي ۾ اٽڪل 2.5 ملين ايڪڙ زرعي

زمين کي فائدو پهچڻو هو. پروجيڪٽ جي ترجيح وارا ضلعا نوابشاهه (موجوده بينظير آباد)، سانگهڙ ۽ ميرپور خاص هئا. اها رٿ 1974ع ۾ شروع ڪئي وئي، پر پوءِ وري اڌ ۾ ڇڏي ويئي.




زير زمين کارو پاڻي نيڪال ڪرڻ لاءِ انهن علائقن ۾ ڪليل سم ناليون کوٽي انهن جو وڏي نالي ۾ جوڙ ڪيو ويو. ان سان گڏوگڏ واٽر ڪورسن کي پڪو ڪرڻ به شامل هو ته جيئن واٽر ڪورسن مان پاڻي سيمو ڪري زمينن کي خراب نه ڪري. نارا ڪئنال جي ريماڊلنگ، جمڙائو سسٽم جي بيهر تعمير ۽ رانتو ڪئنال جي ذريعي پاڻي پهچائي چوٽيارين ڊيم ناهڻ هو ته جيئن آبپاشيءَ لاءِ پاڻي جي رسد کي وڌائي ۽ سڌاري سگهجي. هن پروجيڪٽ جي ڪل لاڳت 366.5 ملين ڊالر هئي.

1997ع ۾ نارا ڪئنال جي ماڊلنگ کي پروجيڪٽ مان خارج ڪيو ويو، جو ته عالمي بئنڪ قرض ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو. پروجيڪٽ مان جيڪي ڪم خارج ڪيا ويا تن ۾ نيشنل ڊرينيج پروگرام به شامل هو جيڪو 1998ع ۾ ايشيائي ترقياتي بئنڪ جي گڏيل سيڙپ سان شروع ٿيڻا هئا. جون 2000ع ڌاري 95 سيڪڙو پروجيڪٽ مڪمل ٿي ويو. جڏهن ته 2002ع ۾ سمورو پروجيڪٽ مڪمل ٿيو هو 1466 ڪلوميٽر ڊگهي مين اسپائنل ڊرين (مکيه وڏو نيڪال) ۽ سرفيس نالين (مٿاڇري وارين نالين) جو جار مڪمل ڪيو ويو. رانتو ڪئنال جي تعمير ۽ چوٽيارين ڊيم جي 55 ڪلوميٽر بندن جي تعمير مڪمل ٿي وئي.

**ايلڇي**: لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 'ڏتل ابڙو'، 'الهڏتو'، 'حسين جاگيراڻي'، 'سيدن جو ڳوٺ'، 'ڪلهوڙن جو ڳوٺ' ۽ جاگيراڻين جا ڳوٺ موجود آهن.

**ايلسا قاضي**: ايلسا گرٽ، جنهن کي سنڌ ۾ "مدر ايلسا" چيو ويندو آهي، سا جرمن نسل جي هڪ مشفق ۽ غريب پرور عورت هئي. سندس ولادت جرمنيءَ جي روڊل اسٽاٽ نالي هڪ ننڍڙي شهر ۾، 13 آڪٽوبر 1884ع تي ٿي. سندس والد هڪ موسيقار هو. ايلسا جو ننڍپڻ کان ئي مصوريءَ ۽ شاعريءَ ڏانهن لاڙو هو. 19 صديءَ جي آخر ۾ هيءُ خاندان جرمنيءَ مان لڏي اچي انگلنڊ رهيو جتي هن جي ملاقات علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب سان ٿي. هنن ٻنهي جي هڪ ٻئي ذهني ۽ دلي هم آهنگي


ايلسا قاضي ۽ آءِ. آءِ. قاضي

ٿي ۽ ٻنهي جي پاڻ ۾ محبت ٿي وئي. تنهن ڪانپوءِ 1910ع ۾ علامه صاحب ايلسا سان شادي ڪري پنهنجي محبت کي ازدواجي رشتي ۾ تبديل ڪيو. شاديءَ کان پوءِ علامه صاحب جي صلاح سان ايلسا قاضيءَ انگريزيءَ ۾ شاعريءَ ۽ تصنيف تاليف جو ڪم شروع ڪيو سال 1911ع ۾ هوءَ علامه صاحب سان گڏ سنڌ ۾ آئي ۽ حيدرآباد ۾ اچي رهي، جتي سندس شعر انگريزي اخبارن ۾ ڇپجڻ لڳا. تنهن کان پوءِ سندس شعرن جو مجموعو حيدرآباد جي اسٽئنبرڊ پرنٽنگ ورڪس جي مسٽر آڏوائيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو هن جي انگريزي ڪتابن ۾

(1) Old English Garden Symphony (Novel)

(2) Temptation (Drama)

(3) Civilization, Through The Ages

اچي وڃن ٿا. اهو ايلسا جو پهريون ڪتاب هو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي چونڊ ڪلام جو انگريزي ترجمو "Risalo of Shah Abdul Latif (Selections)" سندس آخري ڪتاب آهي علامه قاضي صاحب ۽ ايلسا زندگيءَ جا 60 سال گڏ گذاريا. سندن محبت مثالي محبت هئي. هن 28 مئي 1967ع تي وفات ڪئي ۽ ڄامشوري ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي حدن اندر دفن ڪئي وئي. سندس خدمتن جي احترام ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪئمپس تي ايلسا قاضي ڪئمپس نالو رکيو ويو آهي.

**ايلسي**: تيلي ٻج جو هڪ قسم.

**ايلسي**[2]: هن نالي سان جيڪب آباد ضلعي جي ڪشمور تعلقي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ "ايلسي"، 'نواب خان ڪوسو'، 'مولابخش جکراڻي' ۽ 'نوتاف گولو' ڳوٺ آباد آهن.

**ايلميتي خط** (Elmiti Script): ايليميتي/ ايلمائٽي هن وقت ڪٿي به ڪا نه ٿي ڳالهائجي. موقوف (Extinct) ٻولي آهي. پر 600 ق. م ۾ هيءَ پرشين امپائر جي سرڪاري ٻولي هئي. سڪندراعظم جڏهن ايران تي چڙهائي ڪئي ته هيءَ ٻولي خاصي حالت ۾ موجود هئي. هي ڪا هڪ رات ۾ ڪانه اپري هوندي نه ڪو هڪ سال ۾ ختم ٿي هوندي. ٻوليون صدين جو سفر ڪري اُڀري اچن ٿيون ۽ صدين جو سفر طئي ڪري پنهنجي طبعي حالت کي پهچي ختم ٿي وڃن ٿيون. هن جا ٽي قسم ٻڌايا وڃن ٿا:

1. پراڻي المائيٽي: Proto- Elmite هي تمام پراڻي لکت جو نمونو آهي، جيڪو ايران ۾ رائج هو جيڪو مٽيءَ جي ننڍڙين ٽڪين (Tablet) تي لکيل آهي ۽ ڪيترن ئي ايراني قديم ماڳن تان مليون آهن. هن جون 1000 کان مٿي نشانيون (Symbols) مليون آهن، جيڪي پڙهجي نه سگهيون آهن. هي ميخي خط (Cuniform) جي سڌريل صورت آهي.

2. ليڪائين ايلمائيٽي Linear Elmite: هيءَ لکت ايران جي ڪن مقبرن تان ملي آهي. هيءَ اوا ايلمائيٽي مان نڪتل ڄڻي وڃي ٿي. پر ڪا پڪي ثابتي نه ملي آهي.

3. ميخي ايلمائيٽي (Cuniform): هيءَ لکت 2500 ق. م کان 331 ق. م تائين استعمال هيٺ رهي آهي. هيءَ لکت اڪادي خط تان ورتل آهي. هن ۾ نشانيون (Symbols) گهٽ استعمال ٿيل آهن. المائيٽي ٻوليءَ جو سامي، سنڌو يورپيائي، ۽ سميري ٻولين سان گهرو سنبنڌ هو جو هيءَ لکي به سميري خط ۾ ويندي هئي. ڪن جو چوڻ آهي ته هيءَ دراوڙي ٻولي آهي ۽ اصل دراوڙين جي ايلام ٻوليءَ جا نشان آهن. جو دراوڙ هندوستان کان چار هزار ق.م انهيءَ پاسي ڏانهن طبعي حالتن جي ڪري لڏي آيا هئا ته پاڻ سان ٻولي به آندي هوندائون. ايلام وڏو قبيلو هو. جيڪو ڏکڻ هندستان کان لڏي اُر تائين ويو هو ان تي تحقيق ٿي آهي.

**ايل. وي. پرانجپي**: مهاراشٽر جو هڪ عالم. لڪشمڻ وشنو پرانجپي (ايل. وي. پرانجپي) نوڪريءَ سانگي سنڌ ۾ آيو ۽ هڪ ڊگهو عرصو هتي رهيو. جنهنڪري هن کي سنڌي ٻوليءَ سان رغبت پيدا ٿي. هن سنڌي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪري، انگريزي- سنڌي لغت تيار ڪري، 1868ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ڪرائي. جنهن جو حوالو گريئرسن جي ڪتاب "لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا" جي اٺين جلدن ۾ ڏنل آهي.

**ايلياس/ الياس**: هڪ مشهور پيغمبر جو نالو. بقول طبريءَ جي، بني اسرائيل ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد ۾ ان جو ذڪر ٻن جاين تي، نالي سان آيو آهي. انهن آيتن ۾ حضرت الياس عہ جي نبوت جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سورة انعام ۾ حضرت الياس عہ کي حضرت نوح جي اولاد مان ڄاڻايو ويو آهي. ڪيترين روايتن ۾ ان کي حضرت ادريس عہ جي اولاد منجهان ڏيکاريو ويو آهي. جڏهن تہ قرآن مجيد ۾ حضرت الياس ۽ حضرت ادريس جو ذڪر جدا جدا نالن سان آيو آهي. جبل 'طور' جي وچ ۾ حضرت الياس عہ جو مقام آهي.

عبراني ٻوليءَ ۽ بائبل ۾ ايلياه جو لفظ استعمال ٿيو آهي، جنهن کي مفسرن الياس ٿي قرار ڏنو آهي. ايلياه جو تعلق 'تشبہ' نالي ڪنهن ڳوٺ سان هو. هن 'جلعاد' جي جاءِ تي سڪونت اختيار ڪئي ۽ سموري زندگي دولت، عيش و عشرت ۽ جاه و جلال کان بي نياز ٿي گذاري. سندس زماني ۾ آخياب، اسرائيل جو بادشاهہ هو. ان جي زال مشرڪ هئي ۽ هن 'ديوتا بعل' جي عبادت رائج ڪئي. هي اهو زمانو هو جڏهن ايلياه منظرعام تي ظاهر ٿيو. هن آخياب کي تنبيهہ ڪئي تہ تنهنجن گناهن جي ڏوهہ ۾ هينئر اسرائيل ۾ برسات جو هڪ قطرو بہ نہ وَسو آهي. آخياب جو هوش ٺڪاڻي آيو ۽ هن حضرت ايلياه کي گهرايو، جنهن ماڻهن آڏو ثابت ڪيو تہ ديوتا ڪوڙو آهي. ان کان پوءِ برسات لاءِ دعا گهري، جيڪا هڪدم قبول ٿي. آخياب جي زال، حضرت ايلياه جي دشمن ٿي پئي، جنهنڪري پاڻ اتان نڪري ڪوهہ سينا ڏانهن هليو ويو. ڪجهہ سالن کان پوءِ حضرت ايلياه ٻيهر اسرائيل آيو ۽ هن آخياب ۽ پوءِ ان جي پٽ آخرياه کي چڱائيءَ طرف سڏيو، مگر ڪجهہ بہ نہ ٿي سگهيو سندن بددعا ڪري هو تباهہ و برباد ٿي ويا.

**ايلياڪو**: هڪ قسم جو اوني ڪپڙو جيڪو 'الپاڪي' پهاڙي جانور جي ڪل ۽ اُن مان ٺهندو هو.

**ايم. آر. ڊي** (M.R.D): هيءَ تحريڪ پاڪستان ۾ حڪومت جي مخالف ڌر جي پارٽين گڏجي، فيبروري 1981ع ۾ صدر ضياءُ الحق تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ هلائي هئي تہ جيئن هو 1973ع جي آئين موجب غيرجانبدار چونڊون ڪرائي. هن تحريڪ ۾ هيٺيون 11 سياسي پارٽيون شامل هيون: پاڪستان پيپلزپارٽي، جميعت علماءِ اسلام، نئشنل عوامي پارٽي، نئشنل ڊيمو ڪرٽڪ پارٽي، پاڪستان ڊيموڪرٽڪ پارٽي، عوامي تحريڪ، پاڪستان مزدور ڪسان پارٽي، پاڪستان مسلم ليگ (خواجہ خيرالدين گروپ)، پاڪستان نئشنل پارٽي، قومي محاذ آزادي ۽ تحريڪ استقلال.

هن تحريڪ جو بنياد، 6 جنوري 1981ع تي لاهور ۾ پيو. سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ تحريڪ جي شروعات 1983ع ۾ ٿي. پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي ان وقت جي سنڌ جي صدر غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ عوام روڊن تي نڪري آيو مظاهرا ۽ هڙتالون ڪيائون، تنهنڪري ڪافي گرفتاريون بہ ٿيون. پي. پي. پي جي ڪارڪنن ۽ سرڪاري ايجنسين جي وچ ۾ هنگاما ٿيا. تحريڪ وڏي پيماني تي هلي، پر جنرل ضياءُ الحق مطالبا مڃڻ کان انڪار ڪيو.

1986ع ۾ ٻيهر ايم. آر. ڊي تحريڪ هلائي ويئي. هن ڀيري تحريڪ استقلال ايم. آر. ڊيءَ کان جدا ٿي چڪي هئي. هن تحريڪ دوران سنڌ کي وڏو نقصان رسيو. سوين سنڌي نوجوان، فوجي حڪومت هٿان شهيد ٿي ويا. هن تحريڪ ۾ خيرپور ناٿن شاهہ، ميهڙ، دادو، سڪرنڊ، موري، نوشهري فيروز، ڳوٺ طيب ٿهيم، ڳوٺ احمد خان برهماڻيءَ جا سوين انسان قتل ٿيا ۽ سنڌ جو آواز عالمي سطح تائين پهتو. 1988ع جي عام چونڊن کان ٿورو اڳ هي اتحاد (ايم. آر. ڊي) ختم ٿي ويو. هر پارٽي الڳ الڳ ٿي وئي. پيپلزپارٽي اڪيلي سر وڏي پارٽي هئڻ جي ناتي، چونڊن ۾ حصو ورتو. جڏهن تہ ٻين پارٽين مسلم ليگ سان اتحاد ڪري "اسلامي جمهوري اتحاد" (آءِ. جي. آءِ) جو بنياد رکيو.

**ايمان**: عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مفهوم آهي دل سان مڃڻ يقين ڪرڻ. اسلامي اصطلاح ۾ "ايمان مجمل" (مختصر) جيڪو هڪڙي خدا ۽ پيغمبر اسلام تي ايمان آڻڻ ۽ زبان سان اقرار ڪرڻ کان چوندا آهن اسلام جي پهرئين ڪلمي "لااله الا الله محمد رسول الله" جي لفظن سان ان جو اظهار يا اعتراف ڪيو وڃي ٿو. ايمان مفصل (واضح) ۾ الله تعاليٰ، ان جي فرشتن، جملي نبين، خدائي (احڪامن جي) ڪتابن ۽ قيامت کي مڃڻ، ۽ ائين بہ مڃڻ تہ خير، شر ۽ مقدر ان جا ٿي بنايل آهن. ان طرح جي يقين ۽ اقرار لاءِ عربيءَ ۾ هيٺيان لفظ آهن: "آمنت بالله وملائڪته وڪتبه ورسله واليوم الآخر والقدر خيره وشره من الله تعاليٰ والبعث بعدالموت".

**ايمان جا آهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 34 صفحا آهن. قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. مصنف هيءُ ڪتاب هاشمي پريس، حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ايم. اي. قاضي، ڊاڪٽر**: سائنسدان، تعليمي ماهر، محقق ۽ استاد. ڊاڪٽر ممتاز علي قاضي، 25 جون 1929ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. اصل نصرپور جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم حيدرآباد مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ انٽر ڪراچيءَ مان ڪيائين. 1955ع ۾ ڪنگس ڪاليج لنڊن مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. جنهن کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪيمسٽري شعبي جو باني ڊائريڪٽر پڻ هو. ان شعبي کي پوءِ وڌائي انسٽيٽيوٽ بنايو ويو جنهن کي ڊاڪٽر ممتاز علي قاضيءَ جي نالي سان منسوب ڪيو ويو آهي. پڙهائڻ دوران پنهنجي تعليم کي جاري رکندي ڏيهي ۽ پرڏيهي ادارن مان ايل. بي. ايف. پي. اي. ايس. ايف. آءِ. اي. ايس. ايف. بي. سي. ايس. ايف. آر. سي. ايس ۽ ڊي. ايس سي جون ڊگريون حاصل ڪيائين.

سائنس ۽ ٻين موضوعن تي سندس ڪيترا تحقيقي مقالا شايع ٿيا. جڏهن تہ 17 ڪتاب پڻ لکيا هئائين. جن مان "اسلامي سوچ ۽ جديد سائنس"، "اسلامي دنيا ۽ سائنس" ۽ "ڊڪشنري آف ٽيڪنيڪل ٽرمس" مشهور آهن. ان کان سواءِ ڏيهي ۽ پرڏيهي يونيورسٽين جي نصاب ۾ سندس لکيل ڪتابن جا باب پڻ شامل هئا. مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ مختلف موضوعن تي تمام گهڻا مضمون ڇپجي چڪا اٿس.

پاڻ 1972ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي جو سيڪريٽري، 1977ع ۾ اسلام آباد ۾ يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن ۽ پاڪستان ڪائونسل آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجيءَ جو چيئرمئن، 1977ع ۾ تعليم جو وفاقي سيڪريٽري، 1980ع ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ لاءِ صدر پاڪستان جو صلاحڪار ۽ 1985ع ۾ وزيراعظم پاڪستان جو سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ صلاحڪار ٿيو. ان کان سواءِ ڪيترن ئي ڏيهي توڙي پرڏيهي ادارن ۾ مختلف عهدن تي رهيو. ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ، لطيف يونيورسٽيءَ يونيسڪو ۽ ٻين ادارن طرفان سونن تمغن سان نوازيو ويو.

ڊاڪٽر صاحب، آمريڪا، برطانيا، جاپان، آسٽريليا، سريلنڪا، ڪينيا، ملائيشيا، فرانس، رومانيہ، سوئٽزرلئنڊ، ترڪي، اردن، ڪويت، سعودي عرب ۽ ٻين ملڪن ۾ منعقد ٿيل 72 ڪانفرنسن، سيمينارن ۽ گڏجاڻين ۾ پڻ شرڪت ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جو باني پڻ هو سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي سهڪار هيٺ ڊاڪٽر صاحب، سالن تائين "سائنس" مخزن ڪيندو رهيو 26 جنوري 1988ع تي وفات ڪيائين.

**ايم. ايڇ. پنهور:** محمد حسين ولد حاجي خان پنهور، 25 ڊسمبر 1925ع تي ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ ابراهيم پنهور ۾ ڄائو



1969ع ۾ اين. اي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج، ڪراچيءَ مان مڪئنيڪل ۽ اليڪٽريڪل ۾ بي. اي ڪيائين. 1953ع ۾ پرڊيهه مان زرعي انجنيئرنگ ۾ ايم. ايس. سيءَ جي ڊگري ورتائين. 1953ع ۾ پاڻ سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. پهريون سنڌ ۾ زرعي انجنيئر ٿيو بعد ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جو سپرنٽينڊنگ انجنيئر ٿيو 1969ع ۾ سرڪاري نوڪري ڇڏيائين. جنهن کان پوءِ پنهنجي مدد پاڻ تحت سنڌ جي تاريخ، جاگرافيءَ، قديم آثارن، معدنيات ۽ پاڻيات تي تحقيق ڪرڻ ۾ مشغول رهيو هن زير زمين پاڻيءَ (Underground water) تي 13 ڪتاب لکيا آهن. جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان جي علائقن سان تعلق رکن ٿا.

پنهور صاحب، پنهنجي شعبي ۾ ڄاتل سڃاتل عالم ۽ محقق هو. سندس ذاتي لائبريءَ ۾ سنڌ بابت مواد تي 6000 ڪتاب آهن. لڳ ڀڳ ايترائي تعداد، انجنيئرنگ، زراعت، جانورن ۽ مڇين بابت ڪتابن جو اٿس. ان کان سواءِ سندس لائبريري ۾ تقريباً 3000 کن نقشا پڻ موجود آهن. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ صلاحڪار انجنيئر طور ڪم ڪري چڪو آهي. ان کان سواءِ سون جي تعداد ۾ سندس عالمانه مقالا لکيل آهن. پاڻ مهراڻ يونيورسٽيءَ جو وزيٽنگ پروفيسر به رهيو سندس تصنيفن مان ڪجهه مکيه ڪتاب هيٺيان آهن:

(1) 'مسلمان عورت' (1945ع)، (2) 'سنڌ ۾ آبپاشيءَ جا پنج هزار سال'،

(3) Ground Water in Hyderabad and Khairpur Division (1964).

(4) Material on Sindh (1977).

(5) Sindh Cutch Relation (1980).

(6) Heroic Struggle of Sindh Against Freedom, 1500-1843 (1979).

(7) Causes of Decline of Persian in Pakistan (1975).

(8) Chronological Dictionary of Sindh (1983).

(9) Soowra Dynesty

سنڌ جو هي هونهار پٽ 2008ع ۾ گذاري ويو. سندس پٽ سني پنهور، جيڪو ڪيليفورنيا آمريڪا جو وڏو واپاري آهي، محمد حسين پنهور جي سموري ملڪيت تي مشتمل هڪ ٽرسٽ ذريعي سندس نالي "ايم ايڇ پنهور چيئر" سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ڪرائي رهيو آهي، جنهن لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ تي سٺو ايڪڙ زمين ڏني آهي.

**ايمپريس مارڪيٽ جي عمارت:** هيءَ عمارت ڪراچيءَ شهر ۾ آهي، جيڪا 1889ع ۾ انگريز سرڪار تعمير ڪرائي. هن بلڊنگ جو افتتاح ڪمشنر سنڌ، مسٽر پرچرڊ ڪيو جيئن ته ان ئي سال ملڪ وڪٽوريه جي سلور جوبلي ملهائي پئي وئي، تنهنڪري هن عمارت جو نالو "ايمپريس". رکيو ويو هن بلڊنگ جي تعمير تي 55 لک رپيا خرچ آيو هيءَ عمارت يورپين طرز جي هڪ بهترين عمارت آهي. هن عمارت جي ٽاور جي اوچائي 140 فوٽ آهي. هن مارڪيٽ ۾ 280 دڪانن جي گنجائش آهي. ان دور جي هيءَ هڪ بهترين مارڪيٽ هئي، جنهن مان ڏورانهن علائقن کان ماڻهو اچي خريداري ڪندا هئا.

**ايم. جي. ناڪر:** ايم. جي ناڪر سنڌي ٻوليءَ جو عالم آهي. هن 1938ع ۾ مشهور ويدانتي شاعر دلپت جي ڪلام کي ترتيب ڏنو هو.

**ايمرسن جا علمي ۽ عقلي نڪتا** (ڪتاب): سروالڊو روڊالف ايمرسن جي هن ڪتاب جو مترجم مرزا قليچ بيگ آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 60 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپيل آهي. پهريون ڇاپو هارون پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1920ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ڪوهنور پرنٽنگ پريس، ورڪس حيدرآباد مان 1922ع ۾ شايع ٿيو هن ڇاپي جي قيمت 6 آنا آهي.

**ايم. ڪمل:** سنڌي ٻوليءَ جي هن ناميار شاعر جو اصل نالو مولچند منگهارام بندراڻي آهي. جيڪو تاريخ 8 آگسٽ 1925ع تي شهر ڪنڊياري تعلقي ۽ ضلعي نوابشاهه (موجوده ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ڄائو انٽرسائنس تائين پڙهيل آهي. سندس سڃاڻپ ليکڪ، شاعر ۽ هدايتڪار جي حيثيت سان آهي.



هيءَ هندستان ۾ هن وقت سنڌي زبان جي چوٽيءَ جي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. جديد غزل جو وڏو شاعر آهي. سندس شاعريءَ جا 15 ۽ ناٽڪن جا 7 ڪتاب ڇپيل آهن. جن مان ڪي اهم هي آهن: 'تنڌ ۽ ڄاڳ' (شاعري: 1965ع)، 'جهريل جيءُ' (شاعري: 1971ع)، 'ڳرنڌڙ برف جا نقش' (شاعري: 1975ع)، 'ميونسپل ڪائونسلر' (ناٽڪ: 1979ع)، 'روشن راهون ڏنڌلا ماڳ' (شاعري:1981ع)، 'پنجاهه غزل' (شاعري: 1983ع)، 'ماڇيس ڪٿي آهي؟' (ناٽڪ: 1985ع)، 'ٻاهه جا وارث' (شاعري: 1986ع)، 'ميرانجهڙو ٽڪ' (شاعري: 1988ع)، 'سوج جا ٻاچا' (شاعري: 1989ع)، 'اڃايل لهر' (شاعري:1989ع)، 'ڪوسي رڪ' (شاعري: 1990ع)، 'خوشخبري' (ناٽڪ: 1990ع)، 'قربم ۾ مرڻهيل شخص' (ناٽڪ 1991ع)، 'ميونسپل ڪائونسلر' (ايڪانڪي ناٽڪن جا مجموعا)، 'سهميل شام' (شاعري: 1992ع، 'سوجهرو شام جو' (شاعري: 1992ع)، 'ٻنهي پاسي ٻاهيون' (شاعري: 1994ع)، 'من مڙي ٿي نٿو' (شاعري: 1995ع)، 'آخري اڏام' (شاعري: 1997ع)، 'لڪل اوجاڳا' (شاعري: 1998ع) ۽ ٻيا ڪتاب شامل آهن. هدايتڪار طور ڪجهه ايڪانڪي ناٽڪن ۾ به ڪم ڪيل اٿس. سندس ڪتاب 'ٻاهه جا وارث' تي سال 1989ع لاءِ مرڪزي ساهتيه اڪادمي طرفان انعام مليل آهي.

**ايم ڪيو ايم** (اڳوڻي مهاجر قومي موومينٽ ۽ هاڻي متحده قومي موومينٽ): پاڪستان جي هڪ سياسي پارٽي آهي، جنهن جو مکيه حلقو ڪراچي ۽ حيدرآباد شهر آهن. جتي ورهاڱي کانپوءِ ڀارت کان لڏي آيل آبادي وڏي انگ ۾ رهندڙ آهي. بنيادي طور تي هيءَ جماعت 1947ع کان پوءِ ڀارت کان لڏي آيل ماڻهن جي نمائنده سياسي جماعت طور سڃاڻپ رکي ٿي. پر هاڻي ان جو دائرو وڌايو ويو آهي.

سڀ کان اڳ آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (APMSO) نالي شاگردن جي هڪ تنظيم 11 جون 1978ع تي ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ قائم ڪئي ويئي هئي، جنهن شاگرد جماعت اڳتي هلي 18 مارچ 1984ع تي "مهاجر قومي موومينٽ" نالي سياسي جماعت جي شڪل اختيار ڪئي.

26 جولاءِ 1997ع تي ايم ڪيو ايم هڪ اعلان ذريعي پنهنجي نالي مان "مهاجر" لفظ خارج ڪري، ان جي جاءِ تي "متحده" لفظ وڌو. هيءَ جماعت

پاڻ کي غير مذهبي ۽ سيڪيولر لاڙن جي دعويدار سڏي ٿي. 1988ع کان پوءِ مختلف وقتن ۾ ٿيندڙ چونڊن (1988ع کان 2008ع تائين) هيءَ جماعت پاڪستان پيپلزپارٽي، مسلم ليگ (ن) ۽ مسلم ليگ (ق) سان اتحاديءَ طور حڪومت ۾ شامل رهي آهي. جنرل مشرف دور جي 2001ع وارين عام چونڊن کان وٺي اڄ سوڌو سنڌ جي گورنر جو عهدو ايم. ڪيو ايم جي حمايت يافته شخص وٽ رهندو اچي ٿو.

متحده قومي موومينٽ جو سربراهه جناب الطاف حسين آهي، جنهن کي پارٽيءَ وارا عام طور ”قائد تحريڪ“ چوندا آهن. هو 1992ع ۾ ڪن سببن جي ڪري خود ساخته جلاوطني اختيار ڪري لنڊن هليو ويو هو جتي هن هڪ مڪمل سيڪريٽريٽ قائم ڪري پارٽيءَ جون جيئڻ واڳون سنڀاليون آهن ته اڄا تائين (2009ع) اتان ئي پارٽيءَ کي هلائيندو رهي ٿو. پاڪستان اندر معاملا هلائڻ لاءِ هڪ رابطه ڪميٽي مقرر ڪئي وئي آهي. هيءَ جماعت عام چونڊن ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي شهرن مان اڪثريت ۾ سيٽون کٽندي رهي آهي. 1990ع واري ڏهاڪي جي ابتدا ۾ هن پارٽيءَ جو هڪ ڌڙو پارٽيءَ کان الڳ ٿي ويو ۽ ان آفاق احمد ۽ عامر خان جي اڳواڻيءَ ۾ ايم. ڪيو ايم (حقيقي) جي نالي سان ڌار گروپ ٺاهيو اهو باغي گروپ ڪراچيءَ ۾ ايم. ڪيو ايم سان سياسي طريقي سان تضاد ۾ رهي ٿو هن وقت متحده قومي موومينٽ پارٽي پيپلزپارٽيءَ سان گڏ مرڪز ۽ سنڌ جي حڪومت ۾ شامل آهي.

**ايم. ڪيو. ايم حقيقي**: هي ايم. ڪيو ايم کان ڌار ٿيندڙ گروپ آهي، جيڪو 1991ع ۾ وجود ۾ آيو. ائين ڪجهه عرصي تائين ٻئي ڌڙا ايم. ڪيو ايم (الطاف گروپ) ۽ ايم. ڪيو ايم (حقيقي گروپ) جي نالي سان ڪم ڪندا رهيا. حقيقيءَ جي اڳواڻن ۾ عامر خان ۽ آفاق احمد مکيه اڳواڻ آهن. جيڪي الطاف حسين جا ويجها ساٿي رهيا هئا. اڳتي هلي الطاف حسين پنهنجي گروپ جو نالو ”مهاجر قومي موومينٽ“ مان بدلائي متحده قومي موومينٽ رکيو پر حقيقي گروپ پنهنجي نالي ۾ ”مهاجر“ لفظ شامل رکيو. هڪ عرصو اهي ٻئي گروپ هڪ ٻئي سان ٽڪراري رهيا. 1992ع ۾ وڌندڙ هنگامن ۽ ڇڪتاڻ جي ڪارروائين کي روڪڻ لاءِ سنڌ جي وڏي وزير مظفر حسين شاهه فوج طلب ڪئي ۽ ڪراچيءَ ۾ آپريشن شروع ڪيو. ان وقت الطاف گروپ حڪومت کان ڌار ٿي ويو ته ان جي جاءِ تي ايم. ڪيو ايم حقيقي حڪومت ۾ شامل ٿي. ائين حقيقي گروپ کي سرڪاري مڃتا ملي، پر 1993ع جي چونڊن ۾ ايم. ڪيو ايم (الطاف گروپ) ٻيهر چونڊن ۾ کٽيو ۽ حقيقي گروپ کي ڪا خاطر خواهه ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهي. ان جي برعڪس هيو گروپ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ حڪومت ۾ شامل رهيو ان کان پوءِ وارين چونڊن ۾ حقيقي گروپ ڪراچيءَ مان هڪ به سيٽون کٽيون.

**ايميلي عرف تعليم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد ابراهيم جويي جو انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، نئين ادبي سوسائٽي، حيدرآباد طرفان، آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1950ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ايجوڪيشنل بوڪ ڊيپو حيدرآباد وارن سال 1954ع ۾ ڇپايو ان کان پوءِ به هن ڪتاب جا ڇاپا ڇپيا آهن.

**ايمن ڪلياڻ** (راڳڻي): ڪلياڻ ٺاٺ جي راڳڻي آهي، جيڪا ايمن ۽ بلاول جي ميلاپ مان جوڙيل آهي. هي سمپورن راڳ آهي، امروهيءَ ۾ مڌم شڌ به لڳندو آهي. هن راڳڻي جي آروهي سا- ري- گا- ما- پا- ڌا- ني- سا ۽ امروهي ساني ڌي پا مي گي ري سا آهي.

هن راڳ ۾ خوبصورتي لاءِ امروهي ۾ گنڌار سان گڏ مڌم ڪومل ڪمزور ڪري لڳائجي. هن راڳڻي جو خاص سرگم هي آهي: پا- مي- گي- ماگي- ري- ڌي ني ري- سا- ني ني ڌي پا- سا- ڌي سا- ني ري- گي- پا- گي پا- ڌي مي پا- ري- گي ما گي- ري- ڌي ني- ري- سا آهي. جڏهن ته وادي سُر گنڌار تيور ۽ سموادي سُر نکاد تيور، رات جي شروع واري پهر ۾ ڳائبي آهي.

**ايمني بلاول** (راڳڻي): هي ڪلياڻ ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. هي هڪ قسم جو بلاول آهي، پر ايمن جو رنگ چڙهائس. ٻئي مڌم هن ۾ شامل آهن. هن ۾ کرج وادي سر آهي ۽ پنچم سموادي. آروهي ۾ مڌم تيور هنيو ويندو آهي ۽ انهيءَ ڪري ايمن جو رنگ چڙهو ٿيندو آهي، پر امروهي ۾ مڌم شڌ سبب وري بلاول جو رنگ نکري ٿو. بلاول ۾ نکاد وڪر آهي، پر ايمني بلاول ۾ نکاد وڪر سر ناهي. هن راڳڻيءَ جي خاصيت آهي ته ايمن جي شڪل آروهي ۾ ۽ بلاول جي شڪل امروهيءَ ۾ ڏيکاري ٿي. هي راڳڻي ايمن ۽ بلاول جو مرڪب آهي.

هن راڳڻي جي آروهي: ساري گا ما گي مي پا ڌي ني ڌي سا ۽ امروهي: سا ني ڌي پا ما گي ما ري سا آهي ۽ صبح جي وقت ڳائبي آهي. نوٽ: هن راڳڻيءَ جو ذڪر ڪلياڻ ٺاٺ جي ضمن ۾ راڳ ساگر ۾ ٿيل ڪونه آهي.

**ايمي**: قرآن پاڪ جي سيپاري جو چوٿون حصو

**اين. اِي. ڊي. يونيورسٽي**: ويهين صديءَ جي اوائل ۾، جڏهن سکر بئراج تعمير ٿي رهيو هو ته ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي پرنسپال جناب ايس. سي. شاهاڻيءَ، بئراج جي تعمير جي سلسلي ۾، انجنيئرن ۽ ٻين هنرمندن جي ضرورت کي محسوس ڪندي، ڪراچيءَ ۾ هڪ انجنيئرنگ ڪاليج جي قيام جو فيصلو ڪيو بعد ۾ ان منصوبي جي خرچ جو پورائو شهرين جي



چندي مان ڪيو ويو ائين شهرين طرفان ان وقت 53 هزار رپين جي رقم گڏ ڪئي وئي ۽ 1922ع ۾ ”پرنس آف ويلز“ جي نالي تي هيءَ ڪاليج قائم ڪيو ويو جنهن جو انتظام سنڌ ڪاليجئيٽ ائسوسيئيشن جي حوالي ڪيو ويو. بعد ۾ ڪراچيءَ جي ممتاز سماجي شخصيت جمشيد نسروانجي مهتا، پنهنجي ڪوششن سان، ان وقت جي هڪ امير شخص ”نادرشاهه ايدل جي ڊنشا“ جي وفات تي، سندس وارثن کان ڏيڍ لک جي رقم عطيي طور وٺي. ڪاليج تي خرچ ڪري، ڪاليج سندس نالي سان منسوب ڪري ڇڏيو.

1947ع ۾ پاڪستان جي قيام کان پوءِ، سنڌ حڪومت هن ڪاليج کي پنهنجي تحويل ۾ وٺي، ”اين. اِي. ڊي انجنيئرنگ گورنمينٽ ڪاليج“ جو نالو ڏئي ڇڏيو 14 آڪٽوبر 1955ع تي ڪاليج جو انتظام مغربي پاڪستان سنڀالي ورتو، جنهن بعد 1 جولاءِ 1962ع کان 16 اپريل 1966ع تائين هيءَ ڪاليج خودمختيار بورڊ آف گورنرس جي حوالي ڪيو ويو هن ڪاليج جو پهريون پرنسپال مسٽر جي. ايچ. گوڪلي هو جڏهن ته هن ڪاليج جو پهريون گرئجوئيٽ جمناداس تخت رام نالي هڪ شاگرد هو. 1973ع ۾ هن ڪاليج کي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏنو ويو ۽ يونيورسٽيءَ کي نئين عمارت ۾، جيڪا

گلشن اقبال ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ سان لڳو لڳ آهي، منتقل ڪيو ويو هن وقت اين. اي. ڊي انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ جي نالي سان مشهور آهي.

**اين. ايم. عقيلي:** هن جو اصل نالو نبي بخش محمد صديق عقيلي آهي. هيءَ بئنڪ ڪار ۽ اقتصاديات جو ماهر، 11 آگسٽ 1913ع تي ٺٽي جي مشهور عقيلي خاندان ۾ پيدا ٿيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ بئنڪ ۽ اقتصاديات جي شعبي سان وابسته ٿيو. 1951ع ۾ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي شعبي فارين ايڪسچينج جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو.

1958ع کان 1966ع تائين پاڪستان انڊسٽريل ڪريڊٽ ۽ انويسٽمينٽ ڪارپوريشن (PICIC) جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر ٿيو. مختلف مالياتي ۽ اقتصادي ادارن جو اعليٰ عهديدار يا رُڪن رهيو. جن ۾ پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف چارٽرڊ اڪائونٽنٽس، ڪائونسل آف پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف بئنڪرس، سنڌ مدرسه بورڊ ۽ سنڌ مدرسه اولڊ بوائز ائسوسيئيشن قابل ذڪر ادارا آهن. بئنڪ ڪاري، ماليات، اقتصاديات ۽ ٻاهرئين واپار جي موضوع تي آمريڪا، برطانيا، ايشيا ۽ يورپ ۾ بيشمار بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. 30 جولاءِ 1966ع تي صدر ايوب خان جي سرر ۾ پاڪستان جي خزاني جو وزير ٿيو. مارچ 1961ع ۾ صدر پاڪستان ڪيس 'ستاره قائداعظم' ۽ 1965ع ۾ 'ستاره پاڪستان' جا اعزاز ڏنا. 1964ع ۾ وفاقي جمهوريه جرمنيءَ ڪيس "ڪمانڊرز ڪراس آف دي آرڊر آف ميرٽ" جي اوارڊ سان نوازيو. 6 نومبر 1996ع تي وفات ڪيائين.



**اين. بي. ٻٽاڻي:** ساين. بي. ٻٽاڻي سنڌي ٻوليءَ جو ليکڪ ۽ وڏو تعليمدان هو جيڪو 1883ع ۾ ڄائو هو. رام ڪرشنا پرمهنس جي سوانح حيات بابت ڪتاب "شري رام ڪرشنا جي حياتيءَ جو ذڪر" لکيائين. جيڪو 1936ع ۾ ڇپيو. اين. بي ٻٽاڻي 1971ع ۾ گذاري ويو.

**اين. جي. مجمدار:** مشهور آرڪيالاجسٽ اين. جي. مجمدار جو پورو نالو 'نوني گوپال' هو 'نوني' بنگالي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'مکڻ' ۽ اصطلاحي معنيٰ موجب پيارو. نوني گوپال جي معنيٰ ٿي "گوپال جو پيارو". مجمدار اصل ۾ موضع دار آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڳوٺ، شهر يا وستيءَ جو وڏيرو". موضع مان بدلجي "موجع" ٿيو ۽ رفته رفته اهو موجمدار/ 'مجمدار' بڻجي ويو حالانڪ هو ڪو وڏيرو ڪونه هو جيئن ڪن ذاتين جا ماڻهو پنهنجي ڌنڌي يا عهدي سبب ان ذات جا ٿي ويا آهن. جيئن مفتي، قاضي، آخوند، وغيره. توڙي جو مفتي، قاضي ۽ آخوند به ڪا ذات نه آهي.

مجمدار جو جنم 1897ع ۾ ٿيو هن ڪلڪتي يونيورسٽيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي. هو يونيورسٽيءَ جو هڪ ذهين ۽ هوشيار شاگرد هو 1920ع ۾ ايم. اي جو امتحان پاس ڪيائين. ڪجهه ورهيه ساڳيءَ يونيورسٽيءَ ۾ استاد ٿي رهيو سال 1924ع ۾ هو راجشاهي عجائب گهر ۾ ڪيوريٽر (Curator) مقرر ٿيو سنسڪرت ۽ پراڪرت ٻولين جو ماهر هو پراڻا ڪتبا پڙهڻ ۽ سڪن سڃاڻڻ جو پڻ ماهر هو. قديم کنڊرن بابت کوجنا ڪرڻ جو کيس تمام گهڻو شوق هو هو قديم آثارن جي ماهرن، سرجان مارشل، ديارام ساهني ۽ اي. جي. ايچ. مئڪي سان موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو هو سال 1927ع ۾ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۾ سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو ۽ حياتيءَ جي آخري گهڙين تائين ان عهدي تي فائز رهيو جيئن ئي هو هن کاتي ۾ آيو ته جلد ئي کيس لاڙڪاڻي ويجهو 'جهڪر جي دڙي' جي کوٽائيءَ لاءِ موڪليو ويو ان کان پوءِ هن سنڌ جي ڪاڇي واري علائقي جوهي، سيوهڻ ۽ ڪوهستان ۾ سال 1929ع کان 1930ع تائين کوٽائي ڪرائي. هن انهن علائقن ۾ 62 نهايت ئي اهم ماڳ ڳولي لڌا، جن مان ڪن جو تعلق تاريخ کان اڳ واري دور سان هو ته ڪن جو وري ٽامي واري دور سان هو سال 1938ع ۾ هن وري کوٽائي ۽ کوجنا شروع ڪئي. هن ڀيري هن کيرٿر ۽ ان جي ڀر واري ٽاڪرو ميداني علائقن ۾ کوجنا ڪئي. ٿوري ئي وقت ۾ هن اهڙا ماڳ ڳولي لڌا، جن جو تعلق ٽامي جي دور سان هو سندس ڪتاب "سنڌ ۾ قديم کنڊرن جون کوٽايون ۽ کوجنائون" وڏي اهميت رکي ٿو.

سنڌ جي قديم آثارن تي ٿيل عملي کوجنا جو جيڪڏهن جائزو وٺنداسين ته ان ۾ بنگالي آرڪيالاجسٽ اين. جي. مجمدار جو نالو هڪ تيز رفتار مهم جُو طور سامهون ايندو. وڏو کوجنائي ماهر هو هن پنهنجي 41 ورهين جي ڄمار ۾ هڪ وڏو ڏکيو ۽ اٿانگو ڪم ڪري اهڙو مثال قائم ڪيو جو هو هن وقت آرڪيالاجيءَ جي ماهرن لاءِ هماليه جيڏي هڪ بلند ڪسوٽي بڻجي ويو آهي. هونئن ته هن ڪيترين ئي کوجنائي مهمون هلايون، پر سنڌ ۾ سندس ڪم سڀ کان جاندار رهيو آهي. کوجنائي مهم دوران مجمدار آمري، چانهوءَ جو دڙو، جهڪر جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو، ڪلان ڪوٽ، سڌيرڻ جو دڙو، ڏامراهه جا دڙا، علي مراد، گاجي شاهه، پانڌي واهه، ڏنب بڌي، معصوم جي ٻٺي، روهيل جو ڪنب ۽ ٽرڙ ٽڪريءَ سميت وڏي تعداد ۾ قديم تاريخي کنڊر ۽ دڙا دريافت ڪري، تاريخ جي وکريل ۽ وڃايل ورقن کي سانڍي، سنڌ جي تمام وڏي خدمت ڪئي. اها به ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي ته جيڏي سنسني خيزي مجمدار جي پنهنجي مزاج ۽ زندگيءَ ۾ هئي، جنهن ڪارڻ هو ايڏو وڏو کوجنائي ماهر ٿي ويو هو ته سندس موت به ايڏو ئي پراسرار ۽ سنسني خيز ٿيو سندس بي وقتائتو موت سنڌ ۾ ئي سندس آخري مهم دوران ٿيو جيڪا هن 27 آڪٽوبر 1938ع کان دادو ضلعي ۾ شروع ڪئي هئي. بدقسمتيءَ سان هن کي 11 نومبر 1938ع تي جوهي تعلقي ۾ نئين گاج پرسان روهيل جي ڪنپ يا ڪُن واري قديم دڙي وٽ ڌاڙيلن اوپرو ۽ خزانو کوٽيندڙ سمجهي قتل ڪري ڇڏيو هو پاڪستان جي قديم آثارن وارو وفاقي کاتو ان جاءِ تي ڪو يادگار ٺهرائي، جتي آرڪيالاجيءَ جي ايڏي وڏي ماهر آخري دم ڏنو هو. اِها اُن لاءِ فخر جي ڳالهه ڇئبي.

**اين. جي. وي. هاءِ اسڪول:** هيءَ اسڪول 1855ع ۾ قائم ٿيو ۽ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيڻ وارو چوٿون اسڪول هو. شروع ۾ هن جو نالو "ورنيڪيولر ميڊيم انگلش اسڪول" هو. جنهن جو مقصد آباديءَ کي سنڌي زبان جي ذريعي انگريزي زبان سان واقف ڪرڻو هو. هن اسڪول جو نالو بعد ۾ هڪ استاد نارائڻ جڳن ناٿ جي نالي پٺيان "نارائڻ جڳن ناٿ هاءِ اسڪول" يعني اين. جي. وي. هاءِ اسڪول رکيو ويو 1888ع ۾ اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ 391 شاگرد هئا، جنهن ۾ 276 هندو، 93 پارسي، 17 مسلمان ۽ 3 يهودي هئا. هن اسڪول جي معيار کي آڏو رکي، ان کي ٻن شفٽن ۾ هلايو ويو هيءَ اسڪول 1947ع ۾ پنهنجي نئين عمارت ۾ منتقل ٿيو پاڪستان جي قيام کان پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي پراڻي عمارت کي پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جي عمارت ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ اين. جي. وي هاءِ اسڪول جي نئين عمارت ۾، هيلينءَ منزل تي سنڌ اسيمبلي قائم ڪئي وئي. سنڌ يونيورسٽيءَ پنهنجي شروعاتي قيام واري عرصي کان وٺي حيدرآباد منتقل ٿيڻ (1951ع) تائين، هن اسڪول جي اولهه واري حصي ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هن وقت هيءَ اسڪول، ايم اي جناح روڊ (اڳوڻي بندر روڊ) تي سعيد

منزل ويجهو. پنهنجي انهيءَ بلڊنگ ۾ هلندڙ آهي ۽ ڪراچيءَ جي مشهور اسڪولن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ۾ هاڻي به شفٽون آهن جن مان هڪ ڇوڪرن لاءِ ۽ ٻي ڇوڪرين لاءِ آهي. هن وقت هن اسڪول جي اڌ عمارت ڪجھه سرڪاري دفترن کي ڏنل آهي. باقي اڌ ۾ اسڪول هلندڙ آهي.

**اينچي**: نڙ يا گوءِ جي پوري ڪانيءَ کي اينچي چئبو آهي.

**اين. ڊبليو. ڪئنال**: هيءُ واهه سکر بئراج جي ساڄي ڪناري کان نڪري ٿو. هن ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو پنج هزار 52 ڪيوسڪ آهي ۽ هن ذريعي 7 لک، 73 هزار، 656 ايڪڙ زرعي زمين آباد ٿئي ٿي. واهه جي ڊيگهه 36 ميل ۽ 1 وال، ويڪر 165 فٽ ۽ اونهائي 2 ء 10 فٽ آهي.

**اينڊي**: گڏهه جي پُٺيءَ تي رکڻ جي گدي، جيڪا ڪکن ڪانن سان ڀريل هوندي آهي، ان کي "ٻنِي" به چئبو آهي.

**اينگلو ورنيڪيولر اسڪول سکر**: هيءُ اسڪول سکر شهر جو پهريون انگريزي اسڪول هو. جيڪو 60- 1859ع ڌاري ميونسپل هال ۾ کوليو ويو هو. ان ۾ پهريائين ڇهن درجن تائين تعليم ڏيڻ شروع ڪئي وئي. بعد ۾ ملٽري ڪاٽي جي هڪ بلڊنگ ۾ ان اسڪول کي شفٽ ڪيو ويو، جتي ڇهن درجن تائين تعليم وڌائي وئي. 1911ع ڌاري ان اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏنو ويو. 1920ع ۾ اسڪول تي "تلڪ هاءِ اسڪول" نالو پيو ۽ بعد ۾ سکر جو وڏو اسڪول بڻيو. جنهن کي هاڻي "گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر" چيو ويندو آهي. جيڪو سکر ۾ منارا روڊ تي آهي. ان جي هڪ پاسي اوريئنٽل ڪاليج آهي ته ٻئي طرف ٿورو پريرو معصوم شاهه جو منارو آهي.

**ايني بيسنٽ**: مشهور ٿياسافسٽ خاتون ايني بيسنٽ، آڪٽوبر 1847ع ڌاري لنڊن (انگلينڊ) ۾ ڄائي. سندس پيءُ جو نالو "پيج وُڊ" ۽ ماءُ جو نالو "ايميلي" هو. 1867ع ۾ هڪ ڪرسچن پادري "فرئنڪ بيسنٽ" سان ويهن ورهين جي ڄمار ۾ سندس شادي ٿي، جنهن مان ڪيس ٻه پٽ ٿيا، پر ذهني هم آهنگي نه ٿيڻ سبب ڇهن سالن جي عرصي ۾ ٻئي هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا. پادري ڪٽر خيال هو ۽ ايني بيسنٽ آزاد خيال هئي. ايني بيسنٽ انگلينڊ، فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي. هن مڙس کان ڌار ٿيڻ کان پوءِ ٻارن جي تربيت لاءِ مزدوري ڪري وقت گذاريو ۽ ايئن ڪيس مزدور طبقي جي مشڪلاتن جو احساس ٿيو. 1874ع ڌاري هن جي انگلينڊ جي نامور اڳواڻ ۽ پارليامينٽ جي ميمبر چارلس براڊلا سان ملاقات ٿي ۽ هوءَ سندس اخبار "نيشنل رفارمر" جي ڪيترو وقت اسسٽنٽ ايڊيٽر به ٿي رهي. هن ساڻس گڏجي ٽريڊ يونين سرگرمين ۾ حصو ورتو. مسٽر براڊلا ۽ ايني بيسنٽ مظلومن جا حامي هئا، ان ڪري اقتدار جا ڏٽي سندن قلم ۽ تقريرن کان ڪؤ کائيندا هئا. ان ئي زماني ۾ هنن ٻنهي گڏجي "برٿ ڪنٽرول" (حمل روڪ) بابت هڪ ڪتابڙو لکيو. جنهن انگلينڊ جهڙي قدامت پسند ملڪ ۾ هڙڊول مچائي ڇڏيو. مٿن ڪيس هليو ۽ ڪين هڪ سال سزا ملي، پر بعد ۾ اپيل تي آزاد ٿيا. ايني بيسنٽ بنيادي طرح سوشلسٽ خيال هئي، جڏهن ته مسٽر براڊلا سوشلزم کي شخصي آزاديءَ لاءِ ڇيهي ڪار سمجهيو ٿي، ان ڪري سندن اختلاف ٿي پيا. ايني بيسنٽ سوشل خيال "فيبن سوسائٽي" ۾ 14 سال ڪم ڪيو ۽ سوشلزم



جي حمايت ۾ ڪيترا رسالا ڪڍيا. هن ئي پارٽيءَ اڳتي هلي "ليبر پارٽيءَ" کي جنم ڏنو.

ايني بيسنٽ 2 مئي 1889ع تي مئڊم بلئوٽسڪيءَ جي "ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ" جي ميمبر رهي. سوسائٽيءَ جي خواهش تي 16 نومبر 1893ع تي ٿيو ٿيڪورن (مدراس) ۽ ان کانپوءِ 15 مارچ 1894ع تي ممبئيءَ پهچي هندستان ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ لاءِ ڪم شروع ڪيائين هوءَ غير معمولي صلاحيت جي مالڪ ۽ بهترين مقرر هئي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا. جواهر لعل نهرو سندس تقريرن جو معترف هو ۽ مهاتما گانڌي سندس ٻي بها خدمتن جو قائل هو ۽ سڀاش چندر بوس ڪيس مشرق ۽ مغرب جو سنگم سمجهندو هو.

ٿياسافيڪل سوسائٽي جي صدر ڪرنل الڪاٽ جي وفات (17 فيبروري 1907ع) کان پوءِ ايني بيسنٽ دنيا جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي صدر چونڊي وئي ۽ ان منصب تي وفات (20 سيپٽمبر 1933ع) تائين 26 سال ڪم ڪيائين. هن انڊين بواءِ اسڪائوٽ ايسوسيئيشن پڻ قائم ڪئي.

ايني بيسنٽ هفتيوار "ڪامن ويلٿ" سان گڏ "مدراس اسٽينڊرڊ" کي خريد ڪري ان جو نالو بدلائي روزاني اخبار "نيو انڊيا" جاري ڪئي. هن 1917ع ۾ هوم رول تحريڪ هلائي، جنهن دوران نظربندي ۾ رهي. هوءَ انڊين نيشنل ڪانگريس جي ميمبر پڻ رهي ۽ هندستان جي مکيه سياسي، سماجي ۽ تعليمي تحريڪن جي رهبر رهي.

ايني بيسنٽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي صدر هئڻ دوران سوسائٽيءَ جي پليٽ فارم تان "نيشنل ايجوڪيشن موومينٽ" شروع ڪئي. جنهن جو مقصد هندستان جي سماجي ۽ تعليمي ترقي هئي. ان تحريڪ نيشنل ايجوڪيشنل ٽرسٽ قائم ڪري تعليمي ادارا قائم ڪيا. جيئن ته سوسائٽيءَ جو هيڊ ڪوارٽر مدراس ۾ هو. ان ڪري هن اتي "مدن پالي ڪاليج" قائم ڪيو. جيڪو اڳتي هلي سينٽرل هندو يونيورسٽيءَ ۾ تبديل ٿيو. هن ٽرسٽ مختصر عرصي ۾ بنارس گرلس ڪاليج، ڪانپور هاءِ اسڪول، بانڪيپور هاءِ اسڪول، گورکپور هاءِ اسڪول، پاون نگر هاءِ اسڪول ۽ ٻيا 19 تعليمي ادارا قائم ڪيا.

ايني بيسنٽ جو سنڌ جي تعليمي ترقيءَ ۾ نمايان ڪردار آهي. موجوده گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد (سنڌ نيشنل ڪاليج) جو قيام ان جو مثال آهي. هن ڪاليج لاءِ حيدرآباد جي دانوير شخص پرتاب راءِ سنگهه پنهنجي زمين "ڪاري قٻدي" (ڪاري موريءَ) پرسان ڏني ۽ سنڌ جي اهم ٿياسافسٽ عالمن جيٺمل پرسرام گلراجاڻي، ديوان هيرانند سنتوڪرام، ديوان سندر داس منگهارام وڪيل، جهمٽ مل جگتياڻي ۽ ڏيارام گدومل جي مدد سان هي ڪاليج قائم ٿيو جڏهن سيپٽمبر 1917ع ۾ ايني بيسنٽ حيدرآباد سنڌ ۾ آئي ته مٿين ٿياسافسٽ عالمن سان گڏجي هن موجوده ريڊيو پاڪستان حيدرآباد پرسان بيسنٽ لاج يا بيسنٽ هال جو بنياد رکيو. ان موقعي تي ديوان بولچند جي گهر ۾ مٿين ڪاليج لاءِ رٿا جڙي ۽ ايني بيسنٽ پهرين آڪٽوبر 1917ع تي پنهنجي 70 هين سالگرهه تي هن ڪاليج جو پنهنجي هٿن سان بنياد رکيو ۽ ان جو نالو "سنڌ نيشنل ڪاليج" تجويز ڪيو ويو. هن ڪاليج جي استادن ۾ جيٺمل پرسرام گلراجاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي به شامل رهيا آهن.

ايني بيسنٽ هندو ڌرم جو به وسيع مطالعو ڪيو ۽ ڀڳوت گيتا جو انگريزيءَ ۾ ترجمو به ڪيو هئائين. هن جون ڪيترين يادگار تصنيفون آهن. پاڻ 20 سيپٽمبر 1933ع تي لاڏاڻو ڪيائين. سندس ميت کي هندومت جي رسمن موجب اديار (مدراس) ۾ اگني سنسڪار ڪيو ويو.

**ايوانس جيمس**: مسٽر ايچ. اي. ايم. جيمس، 1889ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو هن کي سنڌ جي ماحول ۽ معاشري جو خاص تجربو هو. ڇو ته هو

تقريباً چار سال ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي سنڌ ۾ رهي چڪو هو ۽ 1872ع ۾ سنڌ جي نائب ڪمشنر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو هئائين. هن جي دؤر ۾ ٽالپرن جي خاندان لاءِ حڪومت جي طرفان پينشن ۽ وظيفو مقرر ٿيو سندس ئي دؤر ۾ ڪراچيءَ کي ترقي ڏياري وئي. 1885ع ۾ جيمس پنهنجي عهدي تان سبڪدوش ٿي بمبئيءَ هليو ويو. ايوانس جيمس کي 1896ع ۾ ٻيهر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو هن دفعي مسٽر جيمس حُرن کي سزائون ڏيڻ لاءِ نيون تدبيرون ڏنيون ۽ حرن تي تمام گهڻو ظلم ڪيو هن جي دور ۾ ڪراچيءَ ۾ جانورن جي اسپتال (Richmond Veterinary Hospital) تعمير ٿي. هيءَ اسپتال اڄ به ڪراچيءَ ۾ (بندر روڊ) تي ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي قديم عمارت جي پرسان واقع آهي. ايوانس جيمس ٻيهر 1898ع ۾ پنهنجي عهدي تان سبڪدوش ٿيو.

**ايوب آريسر:** محمد ايوب ولد محمد يوسف آريسر ويٺل هوندو آريسر، لڳ اڪڙي تعلقو سامارو، مارچ 1342 هه/ 1924ع ۾ ڄائو سنڌيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. هنديءَ جي پڻ ڄاڻ هيس، جنهنڪري پڃن ۽ شبد به چيائين. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي ترتيب ڏنل "ڪافين" جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**ايوب انصاري حضرت:** ابو ايوب انصاري مشهور اصحابي ٿي گذريو آهي. سندس نالو 'خالد' هو 'ابو ايوب' سندس ڪنيت هئي. سندس واسطو مديني جي قبيلي 'بنونجار' سان هو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جڏهن مڪي مان هجرت ڪري مديني ۾ آيا ته هر مسلمان جي اها آس هئي ته پاڻ سڳورا انهن وٽ رهن. پاڻ سڳورن اهڙي صورتحال ڏسندي فيصلو ڪيو ته جنهن گهر وٽ سندن ڏاچي (جنهن تي پاڻ سڳورا سوار هئا) اچي ويهندي، ان شخص وٽ رهائش اختيار ڪبي. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي سواري حضرت ابو ايوب انصاريءَ جي گهر وٽ اچي ويٺي ۽ پاڻ سڳورا سندن گهر ۾ ست مهينا رهيا. حضرت ابو ايوب انصاريءَ اسلام جي حرمت لاءِ ڪيئي جنگيون به وڙهيون، ان ڪري ڪيس انهن اصحابن ۾ ڳڻيو ويندو آهي، جيڪي اصحابي هجڻ سان گڏ مجاهد پڻ هئا. 42هه/ 662ع ۾ قسطنطنيه ۾ وفات ڪيائين.

**ايوب پل:** هيءَ پل، روهڙي ۽ سکر ريلوي لائين کي ملائڻ لاءِ درياهه تي ٺهيل آهي. لئنسڊائون پل جهوني ٿي، ته هڪ ٻيءَ پل جي ضرورت محسوس ٿي. نئين پل جو نالو "ايوب پل" (1962ع) رکيو ويو جنهن جي ڊزائين ڊي. بي



اسٽينمئن نالي هڪ ڪمپنيءَ ناهي. هيءَ ڊزائين بلڪل اهڙي آهي، جهڙي هڪ سؤ سال اڳ لئنسڊائون پل ناهڻ وقت ويچار هيٺ آئي هئي. تنهن وقت ۾ اها ڊزائين ان ڪري منظور نه ڪئي وئي، جو ان ۾ ٻه طرفي ريلوي جي اچ وڃ جو انتظام هو جڏهن ته ضرورت هڪ پٽڙيءَ جي هئي. ايوب پل جو مٿيون حصو ڪمان جهڙو آهي، جنهن ۾ فولادي رسا آهن جيڪي پل جو وزن کڻي بيهن ٿا. هن پل جو ڪم 26 نومبر 1959ع تي شروع ٿيو ۽ پورين ڊسمبر 1961ع تي ختم ٿيو هن پل جي اڏاوت تي لڳ ڀڳ به ڪروڙ رپيا خرچ آيو.

علي احمد بروهيءَ جي هڪ مضمون موجب پل ٺاهيندڙ مزدور هن کي خوني پل سڏيندا هئا، جو ته پل جي تعمير دوران اٽڪل چاليهه مزدور درياهه ۾ ڪري لڙهي مري ويا هئا. انهن کي بچائڻ جو ڪوبه طريقو نه هو سواءِ ان جي ته هيلان گهوٽين جو تهه ڏنو ويندو هو جيڪو پڻ ڪارگر نه ٿيو ان ڪري مزدور هتي مزوريءَ لاءِ تيار نه ٿيندا هئا. مجبور ٿي انهن کي ٻيٽي اجرت ڏني وئي. ان وقت رواجي مزور جي ٻه آنا ۽ اوستي جي مزوري اٺ آنا هئي. ايوب پل دنيا ۾ پنهنجي قسم جي ٽيون نمبر پل آهي.

**ايوب خان:** پاڪستان جو اڳوڻو صدر ۽ فيلڊ مارشل ايوب خان 14 مئي 1907ع تي هزارا جي هڪ ڳوٺ ريحانه جي هڪ وچولي درجي واري فوجي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو سندس والد مير داد خان رسالدار ميجر هو ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪئي 1922ع ۾ مئٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه ۾ داخل ٿيو. جون 1926ع ۾ رايل ملٽري ڪاليج سينٽ هرسٽ مان فوجي تربيت حاصل ڪئي 1932ع ۾ کيس ڪميشن ملي، پنجاب رجمينٽ ۾ ڪرنل ڪمانڊر رهيو، ٻي عالمي جنگ دوران برما جي محاذ تي موڪليو ويو، جتي پنهنجي دستي جو ڪمانڊر رهيو 1947ع ۾ کيس ڪرنل جي عهدي تي ترقي ملي پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ وزيرستان ۾ برگيڊيئر رهيو. ڊسمبر 1948ع ۾ مشرقي پاڪستان ۾ ميجر جنرل طور رهيو 17 جنوري 1951ع تي جنرل سر ڊگلس گريسيءَ جي جاءِ تي پاڪستان آرميءَ جو پهريون مسلمان ڪمانڊر ان چيف مقرر ٿيو هي پهريون پاڪستاني هو جنهن کي اهو اعزاز مليو هو. ايوب خان کي فوج جي سربراهه جو عهدو ان ڪري ڏنو ويو هو ته بظاهر هو ڪنهن لابيءَ سان واڳيل نه هو ۽ نه ئي ڪو سياسي مقصد هئس پر ترقي ملڻ جي ڪجهه ئي عرصي کان پوءِ ايوب خان ملڪ جي



سگهاري سياسي شخصيت بڻجي ويو ايوب خان آمريڪا کان فوجي ۽ معاشي امداد وٺڻ ۽ عالمي معاملن ۾ پاڪستان کي ان جو اتحادي بنائڻ لاءِ ذميوار آهي. 1954ع ۾ آرمي چيف ۽ وزير دفاع هئڻ ڪري هي ان پوزيشن ۾ هو ته حڪومت جي ڪنهن به فيصلي کي رد ڪري ڇڏي.

1958ع ۾ فيلڊ مارشل جنرل ايوب خان ۽ سندس ساٿي جنرلن فيصلو ڪيو ته "نااهل سياستدانن" مان ماڻهن جي جان آجي ڪرائجي، سندس دور حڪومت ذاتي ۽ آمراڻي دور طور سڃاتپ رکي ٿو ايوب خان ملڪ کي معاشي، قانوني، سياسي ۽ آئيني ادارا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ايوب خان حڪومت ۾ اچڻ شرط بليڪ مارڪيٽنگ اسمگلنگ ۽ ذخيره اندوزي خلاف سخت قدم کنيا. رشوت ۽ بدعنوانين ۾ ملوث آفيسرن خلاف ڪارروايون ڪيون. جنهن سان کيس شروعاتي طور عوام وٽان ميچتا ملي. پنهنجي خلاف سياسي مخالفت کي روڪڻ لاءِ پروڊا لاڳو ڪيو. جنهن موجب هن سياستدانن تي 15 سالن

جي لاءِ پابندي وجهي ڇڏي هئي. هڪ ٻيو "قانون ايبڊو" (Elective Bodies Disqualification Order) پڻ لاڳو ڪيو ويو. جنهن جو مقصد اڳوڻن حاڪم سياستدانن خلاف بدعنوانين ۽ بين اهڙن الزامن هيٺ ڪيس هلائڻ هو پر ڪين ان صورت ۾ معافي ملي پئي سگهي ته هو ايندڙ ستن سالن تائين ڪنهن به قانون ساز اداري جي چونڊن ۾ اميدوار نه هوندا. اٽڪل 7 هزار ماڻهو ايبڊو جي لپيٽ ۾ آيا. اهو قانون محمد ايوب کهڙي تي به لاڳو ڪيو ويو هو. پريس اينڊ پبليڪيشن آرڊيننس لاڳو ڪري پريس تي پابنديون وڌيون ويون. سندس ئي ڏينهن ۾ نئون شهر اسلام آباد اڏي، ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچيءَ مان اتي منتقل ڪيو ويو 1959ع ۾ زرعي سڌارا آندا ۽ قانون لاڳو ڪري زمين جي وڌ ۾ وڌ حد ملڪيت 200 ايڪڙ مقرر ڪئي ويئي. جيتوڻيڪ وڏن زميندارن، ڪجھ نوڪر شاهي سان گڏجي ته ڪجھ وري سياسي اثر استعمال ڪندي پنهنجون زمينون بچايون پر پوءِ به اٽڪل 40 لک ايڪڙ زمين سرڪار حاصل ڪئي، جنهن مان وڏي ايراضي سنڌ ۾ هئي، بعد ۾ اها زمين گهڻي ڀاڱي سول ۽ فوجي آفيسرن ۾ ورهائي وئي. 1958ع ۾ نام نهاد شريف ڪميشن ذريعي تعليمي پاليسي لاڳو ڪئي وئي، جنهن موجب مادري زبانن خاص ڪري سنڌي زبان جي پڙهائيءَ کي پرائمري تائين محدود ڪيو ويو. جنهن خلاف سنڌي زبان سوسائٽي، سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ جي محب وطن سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن تحريڪ هلائي، ۽ ايوب رجيم کي مجبور ٿي 14 آڪٽوبر 1962ع تي پنهنجو فيصلو واپس وٺڻو پيو ۽ سنڌيءَ جي ذريعه تعليم واري اڳوڻي حيثيت بحال ٿي. ايوب خان 1959ع ۾ "بنيادي جمهوريت جو نئون سياسي نظام" لاڳو ڪيو ۽ 1962ع ۾ نئون آئين ڏنو، جيڪو صدارتي نظام وارو هو. هن جي وقت ۾ پرڏيهي پاليسي آمريڪا جي حامي رهي پر پوءِ به هن چين ۽ سوويت يونين سان ناتا بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. 1960ع ۾ انڊس واٽرس ٽريٽي (سنڌو طاس ٺاهه) عالمي بئنڪ ۽ آمريڪا جي مدد سان ڪيو ويو. جنهن موجب اولهه وارا ٽي درياهه يعني سنڌو درياهه، جهلم ۽ چناب پاڪستان کي ڏنا ويا ۽ اوڀر وارا ٽي درياهه راوي، بياس ۽ ستلج ڀارت کي ڏنا ويا، جنهن جي بنياد تي اڳتي هلي پاڻيءَ جي معاملي تي پنجاب سنڌ سان زيادتي ڪئي ۽ سنڌ جي اجازت کان سواءِ ڊئم تيار ڪرائي، سنڌوءَ جو پاڻي روڪيو ۽ سنڌ کي معاشي طرح تباهه ڪيو. جنهن خلاف سنڌي قوم بنا تميز پارٽيءَ جي وڏي جدوجهد هلائي ڪالاباغ ڊئم رٿا رد ڪرائي آهي.

لڳاتار سرحدي ڇڪرين بعد 1965ع ۾ ڀارت ۽ پاڪستان جي وچ ۾ ڪشمير جي سرحد ۽ رڻ ڪڇ ۽ ٿر وارن علائقن ۾ جنگ لڳي، سوويت يونين ٿياڪڙي ڪري 1966ع ۾ ٻنهي ملڪن ۾ صلح ڪرايو. ايوب خان ۽ ڀارتي وزيراعظم لال بهادر شاستري تاشقند ٺاهه تي صحيحون ڪيون. ايوب ڪابينا جي پرڏيهي معاملن واري وزير ذوالفقار علي ڀُٽي ان ٺاهه جي مخالفت ڪئي ۽ وزارت تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي. ڀارت سان جنگ ۽ تاشقند ٺاهه ايوب حڪومت لاءِ فيصلي ڪن موڙ ثابت ٿيو.

فيبروري 1966ع ۾ لاهور ۾ مخالف ڌر جي سياسي جماعتن طرفان ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي. هن ڪانفرنس ۾ اوڀر پاڪستان ۾ حمايت رکندڙ عوامي ليگ ڇهه نڪتا پيش ڪيا. ملڪ جي مختلف شهرن ۾ شاگردن ۽ مزدورن جون تحريڪون شروع ٿيون. 4 مارچ 1967ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن احتجاج ڪيو جنهن ۾ اڳ ئي هلندڙ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ کي وڌيڪ سگهارو ڪري ڇڏيو هو. هن ئي دؤر ۾ مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي مداخلت تي علامه آءِ. آءِ. قاضي سنڌ يونيورسٽيءَ مان استعيفيٰ ڏني. ٽڪا خان پنهنجي ڪنهن عزيز جي ناپاس ٿيڻ تي سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ جو مضمون ختم ڪرايو جنهن خلاف وڏو احتجاج ٿيو.

1968ع ۾ ايوب خان حڪومت جي ڏهن سالن جي ڪارڪردگي جو جشن ملهارايو پر اهو جشن فائدي ڏيڻ بدران سياسي طور نقصانڪار ثابت ٿيو. 1969ع ۾ مختلف سياسي جماعتن ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪميٽي (ڊيڪ) ٺاهي جنهن جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ تحريڪ هلائڻ جو اعلان ڪيو.

ان ئي دور ۾ ذوالفقار علي ڀٽي پيپلزپارٽي ٺاهي ۽ انقلاب جو نعرو ڏنو هن ملڪ ۾ هڙتال ۽ احتجاج جو سڏ ڏنو ڪراچي، لاهور، پشاور، ڍاڪا ۾ فوج گهرائي ويئي. فيبروري ۾ حڪومت سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ مخالف ڌر کي ڳالهين جي ڪوٺ ڏني. ايوب خان نئون آئين ڏيڻ ۽ ايندڙ صدارتي چونڊن ۾ اميدوار نه ٿيڻ جو اعلان ڪيو 25 مارچ 1969ع تي فوج جي سربراهه جنرل آغا محمد يحيٰ خان پاڻ کي چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪري ملڪ اندر مارشل لا لاڳو ڪري ڇڏيو 1962ع وارو آئين ختم ڪيو ويو ايوب خان استعيفيٰ ڏني ۽ يحيٰ خان ملڪ جو صدر ٿي ويو. 20 اپريل 1974ع تي دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ريحانه ۾ مدفون آهي.

**ايوب عليہ السلام**: الله تعاليٰ جو نبي سڳورو جنهن جو قرآن شريف ۾ 4 دفعا تذڪرو ٿيل آهي بائيبل ۾ هن کي جاب JOB نالي سان سڏيو ويو آهي. حضرت ايوب عليہ السلام جو صبر نهايت مشهور آهي قرآن پاڪ ۾ به حضرت ايوب کي صبر ڪرڻ وارو ۽ رجوع ڪرڻ وارو ۽ سٺو ٻانهو ڪري سڏيو ويو آهي حضرت ايوب جي زندگيءَ جي حالتن جو گهڻو احوال بائيبل مان ئي ورتو ويو آهي. جڏهن ته قرآن شريف جي مطالعي مان سندس زندگيءَ جي حالات متعلق صرف ايتري ڄاڻ ملي ٿي ته پاڻ وڏو مالدار ۽ خوشحال هوندو هو الله تعاليٰ آزمائش جي لاءِ سندس سڄي ملڪيت تباهه ڪري ڇڏي. ان ڪان پوءِ ڪيس به هڪ موذي مرض ۾ مبتلا ڪري ڇڏيائين. مطلب ته حضرت ايوب عليہ السلام ڏاڍي مصيبت ۽ تڪليف ۾ اچي ڦاٿو، ان هوندي به صبر ۽ شڪر کي هٿان نه ڇڏيائين ۽ رب پاڪ جي دربار ۾ نهايت عاجزي ۽ انڪساريءَ سان دعائون گهرندو رهندو هو ته ڪيس انهيءَ اذيت مان نجات ملي. نيٺ الله تعاليٰ سندس دعائون قبول ڪيون ۽ نه رڳو سندس صحت بحال ٿي پر مال ۽ دولت، اولاد ۽ نوڪر چاڪر به قدرت الاهيءَ سان ڀيهر عطا ٿيس. بائيبل مطابق حضرت ايوب عليہ السلام جو زمانو هڪ هزار سال ق. م جو هو. جڏهن ته ڪن مورخن وري 7 سئو ق.م جو زمانو ڄاڻايو آهي. مسلمان عالمن حضرت ايوب عليہ السلام جي قصي کي مڪمل تفصيل سان پر ڪنهن حد تائين ذاتي خيالن سان پيش ڪيو آهي پر ان ڳالهه تي سڀ متفق آهن ته حضرت ايوب جو تعلق حضرت ابراهيم عليہ السلام جي خاندان سان هو بائيبل ۾ ته پوور صفحو "سفر ايوب" جي نالي سان موجود آهي، جنهن کي قديم شاعريءَ جو هڪ شاهڪار ڄڻي سگهجي ٿو توريت ۾ وري حضرت ايوب عليہ السلام کي عرب ڄاڻايل آهي ۽ سندس زال جو نالو رحمت ڄاڻايل آهي. جڏهن ته ڪن محققن جو خيال آهي ته حضرت ايوب عليہ السلام جي والده، حضرت لوط عليہ السلام جي ڌيءَ هئي. حضرت ايوب جو نسب زازح بن رعوائل بن عيسيٰ بن اسحاق عليہ السلام آهي.

حضرت ايوب نه رڳو مالدار هو، پر حد درجي جو سخي پڻ هوندو هو. هو غريبن ۽ مسڪينن جي هر وقت مدد ڪندو رهندو هو ليڪن شيطان جي چرچ ۾ اچي ويو جنهنڪري الله تعاليٰ ڪيس آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو اهڙيءَ سخت تڪليف واري وقت ۾ سندس وفادار زال هن سان ساٿ قائم رکيو. حضرت ايوب عليہ السلام صاحب رسالت هو. پاڻ حُران ۾ پنهنجي قوم وٽ دين جي

تبليغ ڪيائين. بائيبل ۾ حضرت ايوب جو وطن عراق جو شهر بصرو ڄاڻايل آهي. ساڳئي نالي وارو هڪ ڳوٺ فلسطين ۾ به آهي. بهرحال تاريخ نويسن حضرت ايوب عليه السلام جون 3 شاديون ڄاڻايون آهن. جن مان هڪ بيبي سڳوري، حضرت اسماعيل عليه السلام جي نياڻي هئي. حضرت ايوب کي ڪافي اولاد هو. سندس عمر 140 سال هئي، سندس قبيلي مان اڻ طاقتور بادشاهه ٿي گذريا آهن.

**ايوب فقير**: ايوب فقير ذات جو پناڻ هو. ڪوٽڙي شهر جي ڏاکڻي طرف بند سان لڳولڳ نانگو لائين ڳوٺ جي پرسان هڪ گهاٽي جهنگ ۾ اڪيلو رهندو هو. تنهنڪري ماڻهو انهيءَ هنڌ کي "ايوب فقير جي هڙهي" چوندا هئا. جوانيءَ ۾ ايڪسائيز پوليس ۾ سپاهي هو اها نوڪري ڇڏي، بس جو ڊرائيور ٿيو ٽائي بولاخان وارو لڪ، جيڪو ان وقت ۾ انگريزن ٻيچي وچ مان رستو ناهيو ان لڪ تان اهو پهريون ايوب فقير هو جنهن بس هلائي هئي، ورنه اهڙو ڪو به قابل ڊرائيور ڪونه هو جو ان لڪ مان ڪا بس چاڙهي بولاخان پهچي. آخر ۾ پاڻ حمالي ڪندو هو ۽ ان مان پيو پيٽ گذر ڪندو هو جسم ۽ هڏ ڪاٺ مضبوط ۽ جواني به هيس. ايوب فقير کي هميشه مٿي تي رومال ويڙهيل هوندو هو. لنڊي قميص ۽ ڪڇو پائيندو هو اها هئي سندس پوشاڪ. ڪوٽڙي شهر ۾ ڪنهن وقت ۾ ڪراچي هوٽل مشهور هئي، جنهن جو مالڪ سيٺ عبدالرحمان، اهل نظر ۽ اهل دل انسان هو جنهن سان، ايوب فقير ڏاڍيون ڪچهريون ڪندو هو آخري ڏينهن ۾ ماڻهن کيس ڏاڍو پريشان ڪيو ۽ کيس جهوپڙيءَ مان زوريءَ اٿاري، سندس جهوپڙيءَ کي باهه ڏيئي ڇڏيائون. 65 ورهين جي ڄمار ۾ 1982ع ڌاري وفات ڪيائين.

**ايوب کوسو**: نئين ٺهيءَ جو شاعر ايوب کوسو جهڏي لڳ ڳوٺ حاجي احمد کوسي، تعلقي ڏگهڙي، ضلعي ميرپورخاص ۾، پهرين مئي 1971ع تي ڄائو تعليم بي. اي، بي. ايس. سي. ايس. 1989ع کان شاعري شروع ڪيائين. سڀ کان پهرين سندس شاعري ماهوار سهڻيءَ ۾ شايع ٿي. مختصر عرصي ۾ نئين ٺهيءَ جي سٺن شاعرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو آهي. خاص ڪري غزل ۽ نظم ڏاڍا اثرائتا ۽ پختا لکي ٿو سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن ۾ سندس شاعري اهميت سان ڇپجندي رهي آهي. سنڌي ادبي سنگت جهڏي ۽ نئين ڪوٽ جو ميمبر رهيو آهي پريس ڪلب نئين ڪوٽ جي باني ميمبرن مان آهي ڪيترائي سال سينٽرل جيل حيدرآباد ۾،



ڪن متعصب مذهبي ڌرين طرفان داخل ڪيل ڪيس ۾ سزا ڪاٽي اٿس. سندس ڪتابن ۾ "گلابن جو ڪفن (شاعري) 2002ع، "ديوارن جي دنيا پويان" (جيل ڊائري) 2003ع، "اڪيلائيءَ جو آسمان" (شاعري) 2004ع، "بارش سوچي ٿي" (نثري ٽڪرا) 2005ع، "نگاهون نيرا گل" (شاعري) 2006ع، "درد جون مسافتون" (2007ع). سندس ڪتاب "ديوارن جي دنيا پويان" تي اڪيڊمي ادبيات طرفان 50 هزار روپيا انعام پڻ مليو

**ايوب کهڙو**: سنڌ جو ناميارو سياستدان محمد ايوب کهڙو 14 آگسٽ 1901ع تي، لاڙڪاڻي جي ڳوٺ 'عاقل' ۾ ڄائو مئٽرڪ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان ڪيائين، جنهن کان پوءِ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. 1921ع ۾ سندس پيءُ شاهه محمد کهڙي جي وفات کان پوءِ، تعليم اڌ ۾ ڇڏي لاڙڪاڻي واپس ويو ۽ پوءِ جلد ئي سياست ۾ حصو ورتائين. 1923ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو رڪن مقرر ٿيو 1928ع ۾ سندس ملاقات محمد علي جناح سان سکر ۾ ٿي، جنهن کان پوءِ 1929ع ۾ ايوب کهڙو سائمن ڪميشن جي آڏو پيش ٿيو ۽ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ يادداشت نامو پيش ڪيائين. 1936ع ۾ سنڌ، بمبئي پرڳڻي کان آزاد ٿي ۽ ايوب کهڙو 1937ع جي چونڊن کان پوءِ سنڌ ۾ ٺهندڙ وزارتن ۾ شامل رهيو.



1943ع ۾ ان وقت جي سنڌ جي وزيراعظم خانبهادر شهيد الله بخش سومري جي شهادت ٿي، جنهن جي الزام ۾ کيس گرفتار ڪيو ويو قيام پاڪستان کان پوءِ غلام حسين هدايت الله سنڌ جو پهريون گورنر ۽ ايوب کهڙو پهريون وزيراعليٰ ٿيو. ٻنهي ۾ اختلافن پيدا ٿيڻ کان پوءِ گورنر کيس برطرف ڪري ڇڏيو ۽ پروڊا ائڪٽ هيٺ کيس سياست مان بيدخل ڪيو ويو ڪجهه عرصي کان پوءِ وري سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو ۽ ون يونٽ قائم ڪرائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيائين. ون يونٽ جي قيام کان پوءِ مغربي پاڪستان جي اسيمبليءَ جو رڪن رهيو جڏهن ته مرڪزي ڪابينا ۾ بجاءِ وارو وزير پڻ مقرر ٿيو 1964ع جي چونڊن ۾ هن مادرِ ملت فاطمه جناح جي ڪاميابيءَ لاءِ وڏو ڪم ڪيو 1970ع ۾. چونڊن دوران لاڙڪاڻي واري سيٽ تي ذوالفقار علي ڀٽي هٿان شڪست کاڌائين. ان کان پوءِ سياست کان ڪناره ڪش ٿي ويو ۽ 20 آڪٽوبر 1980ع تي وفات ڪيائين. محمد ايوب کهڙي ون يونٽ ٺهرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان ڪري سنڌ جا ماڻهو کيس سٺن لفظن سان ياد ڪونه ٿا ڪن. پر اُن کان اڳ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ ڪراچيءَ جي جدا ٿيڻ خلاف آواز اٿارڻ، سنڌ جي ڪراچيءَ ۽ ٻين شهرن ۾ سنڌي هندن خلاف فسادن دوران سختيءَ سان ڏوهارين تي قدم کڻڻ، سنڌي ٻوليءَ خلاف ٿيندڙ سازشن کي برداشت نه ڪرڻ ۽ سندس ٻيا ڪجهه اهڙا عمل، سندس سياست جي مثبت رخن تي به روشني وجهن ٿا. سندس نياڻي حميده کهڙو، سنڌ جي نامور مؤرخ ۽ سياستدان آهي. سندس علمي ۽ ادبي خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن. محمد ايوب کهڙي جو ڪتاب "Sufferings of Sindh" سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم دستاويز آهي. محترمه حميده کهڙو، محمد ايوب کهڙي جي سياسي زندگيءَ تي انگريزيءَ ۾ ٻن جلدن تي مشتمل ڪتاب لکيو آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ "ايوب کهڙي جي سياسي زندگي" عنوان سان ترجمو ڇپجي چڪو آهي.

**ايوب گاد**: ايوب گاد جو اصل نالو محمد ايوب گاد آهي، هي سنڌ جو ناليوارو شاعر آهي، هن لاڙڪاڻي ۾ 1960ع ۾ جنم ورتو هن وقت لاڙڪاڻي ۾ ڊرائنگ جو استاد آهي. هي سٺو شاعر، ڪهاڻيڪار، ڊرامه نگار ۽ مصور آهي. سندس شاعري جو هڪ مجموعو "پيار جي ڇانو" (1993) ۾ شايع ٿيل آهي. هن جا ڪيترائي ريڊيو ۽ ٽي وي جا لکيل ڊراما پڻ نشر ٿيا آهن. ڪيترائي سندس ڊائريڪشن ۾ ڪي ٽي اين تي هليا آهن "مورتي" عنوان سان سندس عورتن جي مسئلي تي ڊراما سيريز ڪافي مقبوليت ماڻي آهي. هن وقت هي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**ايوڏيا/ اجوڌيا**: ايوڏيا ڀارت ۾ هڪ ڌرمي اهميت وارو شهر آهي، جيڪو فيض آباد کان ڇهه ڪلوميٽر پري آهي، جنهن جي آبادي اٽڪل پنجاهه هزار ماڻهن تي مشتمل آهي. اها هندن جي هڪ وڏي تيرٿ يا زيارت گاهه طور مشهور آهي، جو ته اهو نه صرف شري رام جي جنم ڀومي آهي، پر خود رامائڻ ۾ ذڪر ڪيل ڪيترن واقعن سان لاڳاپيل آهي. اٿرويد ۾ ايوڏيا کي ديوتائن

جو اڏيل شهر ۽ سرڳ (جنت) جهڙو شاهڪار سڏيو ويو آهي. پر موجوده دور ۾ اهو هڪ غريباڻو شهر آهي. جنهن ۾ مندرن جي گهڻائي آهي. ان ڪانسواءِ هتي باندر به گهڻائيءَ ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هن شهر کي ان وقت وڏي شهرت ملي



جڏهن اتي موجود بابري مسجد کي اهو چئي شهيد ڪيو ويو ته بابر بادشاهه اها مسجد 500 سال اڳ شري رام جي جنم واري جاءِ تي اڏائي هئي.

**ايوڌيا ڪانڊ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب وسٽمل جٺرام داس جو لکيل آهي. هن رايل سائيز ڪتاب ۾ 535 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو پهريون، وديا ساگر پريس، حيدرآباد مان سال 1900ع ۾ ڇپيو.

**ايوريسٽ**: تبت ۽ نيپال جي سرحد وٽ، هماليه جبل تي دنيا جي بلند ترين چوٽيءَ جو نالو، جنهن جي اوچائي 8848 ميٽر (29028 فوٽ) آهي. مائونٽ ايوريسٽ کي پار ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهرين جنرل چارلس بروس جي اڳواڻيءَ ۾، 1922ع ۾، مهم جوئي ڪئي وئي. سندس سائين مان صرف ٻه ڄڻا، 8323 ميٽرن (27300 فوٽ) جي بلنديءَ تائين پهچي سگهيا.



هن چوٽيءَ تي چڙهڻ لاءِ ٻي ڪوشش 1924ع ۾ ڪئي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ برطانيه جا ٻه رهاڪو جارج لي ميلوري ۽ اينڊريو آئروائن پنهنجيون حياتيون وڃائي ويٺا. جڏهن ته سندس سائين مان ٻه ڄڻا، نارٽن ۽ سمرويل پوري ڪوشش ڪرڻ جي باوجود فقط 8536 ميٽرن (28200 فوٽ) جي اوچائيءَ تائين پهچي سگهيا. ان کان سواءِ دنيا جي هن اوچي چوٽيءَ کي پار ڪرڻ لاءِ 38- 1933ع ۾ ٻه ڪوششون ڪيون ويون، پر ڪوبه هن چوٽيءَ کي پار ڪري نه سگهيو.

هن چوٽيءَ تي پهچڻ لاءِ 1951ع ۾، برطانيه جي ايرڪ شپٽن ۽ 1952ع ۾، سوئزرلئنڊ جي هڪ رهاڪو چوٽيءَ تي ڏکڻ- اولهه طرف کان، پنهنجي پنهنجي ٽيم سان چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اُهي به ايوريسٽ جي آخري بلنديءَ واري هنڌ تي نه پهچي سگهيا.

آخرڪار 1953ع ۾، برطانيه جي سرجان هنٽ تاريخي رڪارڊ قائم ڪري، هن چوٽيءَ کي پار ڪيو. هن پوري خبرداريءَ سان چوٽيءَ تي چڙهڻ دوران ارڪنڪ ۽ ٻين مختلف هنڌن تي ڪئمپون لڳايون. هن آخري ڪئمپ، چوٽيءَ کان هيٺ 335 ميٽرن جي مفاصلي تي هڻائي هئي. سرجان هنٽ کان پوءِ 29 مئي 1953ع تي، نيوزيلينڊ جي ايڊمنڊ هليري ۽ ٽينزنگ نارگي به هن چوٽيءَ کي پار ڪيو. کانئن پوءِ به مختلف ملڪن جي مختلف شخصيتن طرفان هن چوٽيءَ تي چڙهڻ لاءِ ڪامياب ڪوششون ڪيون ويون. جن ۾ جاپان جو جونڪوتبي ۽ نيپال جي اينج ٽسيرنگ شامل آهن. اينج ٽسيرنگ، دنيا جي عورتن مان پهرين عورت آهي، جنهن 1975ع ۾، ايوريسٽ جي چوٽيءَ کي پار ڪيو.

**ايها الولد** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم مرزا قليچ بيگ آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون، سيد مٺڻ شاهه 1907ع ۾ مطبع سعيدي، ڪراچيءَ مان ڇپايو.

**ايها الولد**[2] (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو ڪتاب حاجي محمد هالائيءَ ۽ مرزا قليچ بيگ ترجمو ڪيو ۽ سيد عنايت الله شاهه ويٺل حيدرآباد، ڇپايو. 64 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڪرائون سائيز ۾ هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1956ع ۾ شايع ٿيو.

**ايهام**: شاعريءَ جي فن جي هڪ صنعت، جنهن ۾ ٻن معنائن وارو لفظ ڪم آندل هجي. مثال طور: ”جَتن ڪيو جَتن، آيا ڪي ايندا“.

هن شعر جي سٽ ۾ ”جتن“ لفظ، ٻن معنائن ۾ ڪم آيو آهي: (1) جتن= ڪوشش، (2) جتن= جتُ (اوٺار) جو جمع.

**ايئرمارشل محمد عظيم دائودپوٽو**: شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جو وڏو فرزند، 14 سيپٽمبر 1933ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم سينٽ پيٽرڪ هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان پري انجنيئرنگ ۾ انٽرميڊيئيٽ پاس ڪيائين. 1950ع ۾ پاڪستان ايئرفورس ۾ شامل ٿيو. ٽن سالن جي تربيت لاءِ رايل آسٽريلين ايئرفورس ۾ موڪليو ويو جتان فلائنگ انسٽرڪٽر ۽ فايرليڊر جا سرٽيفڪيٽ ورتائين. وطن واپس اچي سرگوڌا ۽ پسرور ۾ جنگي اسڪواڊرن جي اڳواڻي ڪيائين.



ڪيس 1965ع ۾ پاڪ ڀارت جنگ ۾ ”ستاره جرات“ جو اعزاز مليو. 1970ع ۽ 1971ع ۾ پاڪستان جي هوائي صلاحڪار جي حيثيت ۾ نئين دهليءَ ۾ مقرر ٿيو. وطن واپس اچي هوائي بچاءَ جي ڪمانڊر جي حيثيت سان ڊائريڪٽر آف آپريشن ۽ ريسرچ مقرر ٿيو. 1975ع ۾ رايل ڪاليج آف ڊفينس اسٽڊيز، لنڊن ۾ شرڪت ڪيائين. 1976ع ۾ پاڪستاني فضائي فوج جي رفيقي ايئربيس (شور ڪوٽ) جو بيس ڪمانڊر ۽ پوءِ سرگوڌا جو ڪمانڊر رهيو. ايئر هيڊ ڪوارٽر، پشاور ۾ اسسٽنٽ چيف آف ايئر ۽ پوءِ چڪ لالا ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنائين. 1981ع ۾ ايئر وائيس مارشل بڻايو ويو ۽ سول ڊفينس جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. 1982ع ۾ زمبابوي جي هوائي فوج جي ڪمانڊر ۽ چيف آف ايئراسٽاف طور ٽن سالن تائين خدمتون سرانجام ڏنائين. ڪيس زمبابوي جو ”آرڊر آف ميرٽ“ مليو. 31 جنوري 1986ع تي پي. آءِ. اي جو چيئرمئن مقرر ٿيو. تنهن کان پوءِ رٽائر ٿيو. حڪومت پاڪستان طرفان ”ستاره امتياز“ سان نوازيو ويو.

ايئرمارشل محمد عظيم دائودپوٽي کي 18 آڪٽوبر 1999ع تي سنڌ صوبي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. گورنريءَ جي عهدي تي فائز ٿيڻ کان اڳ هڪ پرائيويٽ ڪمپنيءَ ۾ ڊائريڪٽر جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو. 24 مئي 2000ع تي گورنر جي عهدي تان استعيفا ڏنائين. هن وقت ڪراچيءَ جي ڪلفٽن واري علائقي ۾ رهائش اٿس.

# ب

**بابا بنکنڊي مهراج:** مهراج بابا بنکنڊيءَ جو جنم 1763ع ۾ شري رامچند شرما گور برهمڻ جي گهر ۾ ٿيو. سندس نالو ٻالچند رکيو ويو هو. نَوَن (9) سالن جي عمر ۾ ئي علم حاصل ڪري ٻَن (جهنگ) ڏانهن رخ ڪيائين. جيئن ته هن حياتيءَ جو گهڻو وقت اتي گذاريو هو، ان ڪري سندس نالو ٻالچند مان ڦيرائي "بنکنڊي" رکيو ويو.

هي هندوستان جي پٽيالا رياست جي مهاتما ميلارام کان سکيا وٺي سندس شيوڪ ٿيو. نيپال ۾ جتي سندس ڏوٽي آهي، اُتان ٿيندو، ٽالپرن جي دؤر ۾، 60 سالن جي عمر ۾ سال 1823ع ۾ سکر ۾ آيو. هو ذات جو برهمڻ ۽



بابا بنکنڊي مهراج مندر جو ٻاهريون ڏيک

اداسي پنٿ هو. "اداسي پنٿ" مجڻ وارو سڄي عمر شادي نه ڪندو آهي. هن کي سنڌوءَ جي پيٽ ۾ ساڌ ٻيلي واري ٽڪري ايتري ته وڻي وئي، جواتي دونهين دکائي ويهي رهيو. توڙي جو هو سڄي سنڌ گهميو هو. هن ماڻهن کي ڪنهن به خاص پوڄا جي هدايت نه ڪئي. برعڪس ان جي هر ڪنهن کي آزادي هئي. ان جو پتو هن مان ملي ٿو ته بنکنڊي مهراج جي آستاني ساڌ ٻيلي ۾ اڄ تائين ڪيترن ئي قسمن جا مندر جوڙيل آهن. جن مان ديوي ماتا مندر، شو مندر (شوالو)، گڻيش مندر، هنومان مندر، وشنو مندر ۽ بابا سريچند جو مندر موجود آهن. بابا بنکنڊي مهراج سؤ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. هن وقت ساڌ ٻيلو سنڌ ۾ هندو ڌرم وارن جو اهم تيرٿ آهي، جيڪو سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ سنڌو درياهه جو پيٽ آهي.

**بابا ٻيٽ:** هيءُ ٻيٽ ڪراچيءَ جي مکيه گهاٽ اندر، منهوڙي جي ويجهو ڪياماڙيءَ جي سامهون هڪ ننڍو ٻيٽ آهي. ڪياماڙيءَ ۾ جهازن جي بيهڻ لاءِ وڏا گهاٽ آهن. گهاٽن جو شهر سان واسطو هڪ ڊگهيءَ پل جي رستي قائم ڪيو ويو آهي، جا سر چارلس نيپئر ٺهرائي هئي. هتي جا رهاڪو گهڻو ڪري مڇيءَ جهلڻ ۽ ان جي صفائي ۽ وڪري جو ڪم ڪن ٿا. هو ڪچيءَ ڳاڙهو لاڙي سنڌي ڳالهائين ٿا.

**بابا حاجي ميرمحمد:** بابا حاجي ميرمحمد ولد بلوچ خان سيلاوٽ، جيسلمير ۾ 1870ع ڌاري ڄائو. راجپوتن جي چوهاڻ پاڙي مان هو ڪراچيءَ ۾ سندس جماعت کي مسلم مارواڙي جماعت ڪري سڏيندا آهن. سندس تعليم لکڻ پڙهڻ جيتري ورتل هئي. سندس ايمانداريءَ ۽ دانشمنديءَ کي ڏسندي، ڪيس سرڪار طرفان آنرري مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو هو 1916ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. جنهن جي مکيه ڪاميٽين تي ڪم ڪندو رهيو. 1919ع ۾ خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. جنهن ۾ هن پنهنجو سرڪاري عهدو ڇڏي ڏنو. 1926ع ۾ ڪراچيءَ مان ڪيس بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو جتي هن تقريرون ڪري، ملڪ جي مسئلن تي ڳالهايو. هن 9 رمضان المبارڪ 1352ھ مطابق 26 ڊسمبر 1933ع تي وفات ڪئي.

**بابا سريچند:** بابا سريچند، سکن جي گروءَ، گرونانڪ جو فرزند هو. پاڻ صوبي پنجاب جي شهر تلونڊي (موجوده نانڪاڻا صاحب) پاڪستان ۾ 1696ع ۾ ڄائو. سِکن جي روايت موجب هن جي شڪل پکيه نومي ٽڻ تي



شڪر وار يعني جمعي جي ڏينهن پنجين گهڙيءَ چڙهڻ تي ٻڌي جي مهيني ۾ نروار ٿي ۽ ڄمڻ وقت پاڻ شنڪر ڀڳوان جي روپ ۾ هو. سندس طبيعت فقيري هئي. سريچند ڪجهه عرصو ڪرتار پور ۾ رهي، پوءِ نانڪاڻا صاحب کان ٿيندو سنڌ ۾ آيو ۽ ٺٽي شهر کان ٻه ميل اوبر طرف سنڌو درياهه جي ڪپ تي آستانو ٺاهي ويٺو. اهو ترخانن جي مرزا باقيءَ جو دور هو. هندو جاتي لکي لکي ساڻس ملڻ لڳي ته هن هندن تي ان وقت ٿيندڙ زيادتين تي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ پرارٿنا ڪئي. جڏهن مرزا باقيءَ کي خبر پئي ته هن چيو 'هي شخص چريو آهي، ڇڏي ڏيوس'. مرزا باقيءَ جي انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ تي درويش مرڪيو ۽ چيائين، اهو پاڻ چريو آهي. ترت مرزا باقي پنهنجو ذهني توازن وڃائي ويٺو ۽ خودڪشي ڪيائين. پوءِ مرزا جاني بيگ، بابا سريچند سان ناهه ڪيو ۽ هندن سان ٻه سني هلت هليو. اها خبر ڪا نه ٿي پوي ته بابا هتي ڪيترو عرصو رهيو. هن وقت هندو سندس آستان تي پوڄا پاٺ لاءِ ڪافي تعداد ۾ گڏ ٿيندا آهن.

**بابا صلاح الدين:** بابا صلاح الدين 1320ھ/1902ع ڌاري چترال ۾ ڄائو. سندس والد پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. بابا صلاح الدين اسلاميه اسڪول پشاور مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عليگڙهه روانو ٿيو. بي. اي ڪرڻ کان پوءِ ديوبند جي دارالعلوم مان ديني تعليم حاصل ڪيائين. هڪ مرحلي تي تارڪ ٿي، جهنگ وسايائين.



جتي قدرتي نظارن جي مشاهدي ۾ مشغول رهيو. ڪجهه وقت ڪلير ۾، بارگاهه مخدوم علاؤالدين صابري ڪليري رحه ۾ قيام ڪيائين. پوءِ اجمير شريف ۾ خواجه معين الدين چشتي غريب نواز جي آستاني تي رهيو اجمير کان پوءِ دهلي، لاهور، ملتان ۽ سرهند جي اوليائن جي مزارن تي حاضري ڏنائين. بعد ۾ 1951ع ۾ پاڻ مستقل طور حيدرآباد سنڌ ۾ اچي رهيو جتي

ڏينهن جو مولا عليءَ جي قدمن پرسان بنارن پوڳڙين وٽ رهندو هو ۽ رات سخي عبدالوهاب شاهه جيلانيءَ جي درگاهه تي گذاريندو هو. 11 جولاءِ کان 13 جولاءِ 1963ع تائين سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي مزار تي قيام ڪيائين. ائين سفر ۽ حضر ۾ زندگيءَ جا ڏهاڙا گذاريندي 20 صفر 1383هه/ مطابق 13 جولاءِ 1963ع تي قلندر شهباز جي مزار تي وفات ڪيائين. سندس مزار ڪوٽڙيءَ ۾ ريلوي ورڪشاپ ويجهو قومي شاهراهه جي پر ۾ موجود آهي، جتي عقيدتمند هر سال سندس عرس ملهائيندا آهن.

**بابا فريد مسعود گنج شڪر:** حضرت فريد الدين مسعود، جنهن کي عام ۽ خاص 'بابا فريد گنج شڪر' جي نالي سان ياد ڪري ٿو برصغير جو ولي ڪامل ۽ وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ 569هه/1173ع ۾ ملتان ضلعي جي هڪ ڳوٺ چاولي مشائخ ۾ ڄائو. سندس والد جمال الدين سليمان ڪامل ولي هو. سندس نسب جو سلسلو حضرت عمر رضہ سان ملي ٿو. ملتان ۾ تعليم دوران سندس ملاقات خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ سان ٿي، جنهن جي بيعت ڪيائين ۽ پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ غزني، بغداد، سيستان، بدخشان ۽ قندار جو سفر ڪيائين ۽ ان دور جي وڏن عالمن کان درس ورتائين. مشهور درويشن علاءَ الدين اولياءَ، شيخ جمال هاشوي ۽ ٻين ڪيترن ئي درويشن سان سندس صحبت رهي. پوءِ اجوڌن (پاڪ پٽڻ) کي پنهنجي تبليغ ۽ تدريس جو مرڪز بنايائين ۽ اتي سال 664هه /1265ع ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار پاڪ پٽڻ شريف ۾ آهي. هر سال محرم مهيني جي چوٿين تاريخ تي سندس عرس ٿيندو آهي. بابا فريد جا ناصحانه دوها سنڌ جي سگهڙن وٽ ڪچهرين ۾ هلندڙ آهن.



بابا فريد گنج شڪر جي تعليم ۽ طريقي جو سلسلو سنڌ تائين پهتل هو. سندس سلسلي ۾ سماع کي خاص اهميت هئي ۽ ان ڪري يقيني طور سنڌي ذاڪرن ۽ قوالن، پاڪ پٽڻ ۾ سندس خانقاهه تي سماع جون محفلون مچايون هونديون. هڪ حوالي موجب، دهليءَ ۾ شيخ نظام الدين اولياءَ وٽ شيخ فريد گنج شڪر جو مريد حسين سنڌيءَ نالي قوال رهندو هو جيڪو اتي سرود ڪندو ۽ ڳائيندو هو. مير خورد ڪرماني 'سيرالاولياءَ' ۾ ڄاڻايو آهي ته "شيخ فريد 'هندي' چڱيءَ طرح ڳالهائي سگهندو هو." هنديءَ مان مراد ملتان ۽ سنڌ واري مقامي ٻولي 'هندوي' ٿي سگهي ٿي، جيڪا ان وقت جي سرائڪي- سنڌي ٻولين جي آميزش واري زبان هئي. شيخ فريد پنهنجن مريدن کي پنهنجي زبان ۾ ذڪر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ته جيئن هو لفظن کي سمجهن ۽ سندن دل تي اثر ٿئي. محمد غوث گوالياريءَ پنهنجي ڪتاب "جواهر خمسه" ۾ انهيءَ ذڪر جا ٻه فقرا ڏنا آهن. جن جي ستاءَ مان ظاهر آهي ته اهي سرائڪي ۽ سنڌيءَ جا آهن. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته حضرت بابا فريد مسعود گنج شڪر عام مقامي ٻولي 'هندويءَ' ۾ دوها چيا. ڪن محققن جي راءِ ۾ اهي دوها، جيڪي 'بابا فريد' جي نالي سان منسوب آهن، سي بابا فريد مسعود گنج شڪر جا نه، پر سندس جاءِ نشينن مان ڪنهن درويش "فريد ثانيءَ" جا چيل آهن. سکن جي ڌرمي ڪتاب "آد گرنٿ" (گروگرنٿ) جي آخري پنجين ڀاڱي 'يوڳ' هيٺ ڪن دوهن تي سرائڪي- سنڌيءَ جو رنگ چڙهيل آهي. ان سلسلي ۾ هيليان دوها غور طلب آهن:

سرور پنڇي هيڪڙو ڦاهيوال پچاس
تن لهرين گڏ ٿيا، سچي تيري آس
اِنهي نڪي جنگيم، ٿَل ڏوگر ڀوِيوم
اَڄ فريدئي ڪوجڙا، سَو ڪُهان ٿيوم
فريدا سبنڻان مَن ماڻڪ، ٺاهڻ مول مَ چنگا
جي توءِ پري دي سِڪ، هيانو نه ٺاهه ڪنهين دا.

انهن دوهن جي صورتخطي ائين آهي، جيئن "آد گرنٿ" ۾ ڏنل آهي، يعني گهٽ ۾ گهٽ 1604ع تائين (جڏهن "آد گرنٿ" تاليف ٿيو) اُهي دوها ائين لکيا، پڙهيا ۽ اچاريا ويندا هئا. پهرين ٻن دوهن ۾ سنڌي اثر نمايان آهي. معلوم ٿئي ٿو ته شاهه لطيف خود بابا فريد کان متاثر هو. هيٺيون بيت بابا فريد جي بيت جو سڌو سنئون ترجمو آهي، پر تخليقي ستاءَ لطيف جي وڌيڪ بهتر آهي.

سر ۾ پکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهه
سندي آس الله، لُڏي لهرين وچ ۾.
(شاهه)

ان کان سواءِ هي بيت سنڌ جي سگهڙن وٽ زباني روايتن ذريعي هلندو آيو آهي.

تر ڏونگر ٻر روهه، ميي سڀ مناڙيا
اگڻ اسي ڪوهه، هاڻي هن جَهاز ڪي.

ٽالپرن جي دؤر جي هڪ قلمي نسخي ۾ شاعر غلام علي ملاح، مير فتح علي خان جو ڪلام گڏ ڪيو آهي، تنهن جي آخر ۾ هي بيت غلط نموني سان هيٺينءَ ريت لکيل آهي، بهرحال ان مان ظاهر آهي ته گذريل اٺويهين صديءَ ۾ هيءَ بيت اديبن ۽ شاعرن کي پڻ معلوم هو:

تر تر ڏيهه ڏونگر هن، ميي سڀ مناڙيا
هاڻي هن جهاز ڪي، اگڻ پڻ اُسي ڪُهن.

بهرحال، بابا فريد گنج شڪر جي شاعريءَ تي سنڌيءَ جو يا سنڌيءَ تي سندس شاعريءَ جو اثر آهي، جيڪا حقيقت آهي، ۽ اُها سنڌي شاعريءَ جي تاريخ جو باب ۽ حصو آهي. بابا فريد جي دوهن تي سنڌيءَ ۾ آغا سليم ڪم ڪيو آهي.

**بابا گرپت صاحب:** بابا گرپت، گرونانڪ ديو جي پندرهين پيڙهيءَ مان هو. سندس والد جو نالو سترام هو. هو پنجاب کان سنڌ جي شهر، خيرپور ميرس ۾ آيو ۽ شهر جي ٻاهران اچي ديرو دمايائين. ساڻس گڏ ڪيترائي سنت هئا، جن مان هرپرڪاش وڏي مرتبي وارو هو. هر پرڪاش جي وفات کان پوءِ هريچنداس گاديءَ تي ويٺو. هريچنداس 1919ع ۾ وفات ڪئي ۽ پوءِ گاديءَ تي ٻائو جيرامداس ويٺو. هي سڀ بابا گرپت جا سنت سڏبا آهن.

بابا گرپت صاحب، خيرپور ميرس ۽ حيدرآباد ۾ وڏيون درٻارون قائم ڪيون، جتي سوين ساڌو، سنت ۽ نانگا اچي رهندا هئا. گرپت صاحب جي درٻارن تي ڪي نشانيون اڃا تائين رکيل آهن. ورهاڱي کان پوءِ جيرامداس ۽ ٻائو ڪرٽداس، هندستان لڏي ويا. هنن پوءِ پوني ۽ بمبئيءَ ۾ درٻارون قائم ڪيون. ڪرٽداس ڊسمبر 1956ع ۾ گذاري ويو.

**بابا گوبند داس:** بابا گوبند داس جو جنم سنڌ ۾ دادو ضلعي جي ڳوٺ ٿلٽيءَ کان ٻن ٽن ميلن جي مفاصلي تي، گاڏه بستيءَ ۾ موٽومل گوڪلاڻيءَ جي گهر سال 1880ع ۾ ٿيو. سندس پهريون نالو "دولت" هو. سندس ماءُ جو نالو گنگا ٻائي هو. ڪيس ابتدائي تعليم لاڏڪرام ڏني، جنهن کان پوءِ دادوءَ جي سنت ڀڳترام جي شيوا جو موقعو مليس.

مائٽن ڪيس بوبڪ ۾ پسارڪو دڪان ڪري ڏنو پر روحاني رهبري

لاڏڪ رام ۽ پڳترام کان وٺندو رهيو. بابا گوبند داس جتي به ويندو هو اتي درس کولي ويهي رهندو هو. ان ڪري سندس ڪيترائي معتقد بڻجي پيا. هو ماس نه کائڻ بابت ليڪچر ڏيندو هو ته وڏا وڏا علم وارا انهي گهڙيءَ عمل شروع ڪري ڏيندا هئا. جڏهن سندس گهرواريءَ لاڏاڻو ڪيو ته مائٽن ڪيس پرڻائڻ جا سانباها ڪيا، ته بابا گوبند داس ڪراچيءَ هليو ويو. جتان لاڏڪ رام ڪيس وٺي، 1927ع ۾ هالاڻي دربار ۾ آيو. جتي سندس حصي ۾ پنڊاريءَ جي شيوا جو ڪم آيو. گوبند داس 1953ع ڌاري اجمير ۾ گروءَ جي گاديءَ تي ويٺو. جتي اجمير جي دربار ٺهرائڻ شروع ڪيائين ۽ پاڻ تغاريون کڻندو هو. هي درويش مئي 1989ع ڌاري 108 سالن جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

**بابا گوري:** پٿر جو هڪ قسم، جنهن کي ترڪيءَ ۾ بابا ڦوري چوندا آهن. هيڊي رنگ جو ٿيندو آهي ۽ دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. هيءُ پٿر ڊيڄڙي کان ٻارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن. هن کي "سنگ زرد" به چوندا آهن.

**بابا نيپراج:** سنڌ جو بهترين صوفي شاعر ۽ بزرگ، بابا نيپراج 1875ع ڌاري روهڙيءَ ۾ ڄائو. هيءُ هندن جي "پاٽيا" ذات مان هو. شاگرديءَ واري دور ۾ هوشيار هو ۽ هميشه سٺن نمبرن سان پاس ٿيندو هو. فائنل پاس ڪري، اسڪول ۾ ماستري ڪرڻ لڳو.



بابا نيپراج کي سنڌ جي نامياري صوفي شاعر قادربخش بيدل جي صحبت حاصل ٿي، جنهن وٽان هن گهڻو فيض پرايو. بيدل فقير جي فرزند بيڪس فقير سان به سندس صحبت هئي. پاڻ سدائين مالڪ جي بندگيءَ ۾ مشغول رهندو هو. روايت آهي ته هڪ دفعي هو ايشور جي عبادت ۾ ايترو ته گم ٿي ويو، جو اسڪول وڃڻ جي ڳالهه به وسري ويس ۽ ان ڏينهن تي انسپيڪشن به هئي. هن ٻئي ڏينهن وڃي هيڊماستر کي سچ ٻڌايو ۽ حيران رهجي ويو، جڏهن ڪيس ٻڌايو ويو ته، توهان ته ڪالهه انسپيڪشن ۾ موجود هئين! بابا نيپراج ان واقعي کي مالڪ جو راز سمجهيو. پاڻ سڄي زندگي مجذوبيت واري حالت ۾ گذاريائين. 1949ع ڌاري وفات ڪري ويو. سندس تصنيفن ۾ "پاڻ ٿو ڄاڻي" ۽ "راءِ ريجهايوسين" مقبول ڪتاب آهن.

**باب الاسلام:** سنڌ کي انهيءَ نالي سان سڏيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته برصغير ۾ اسلام جي روشني سڀ کان پهرين سنڌ ۾ پهتي. عام طرح اهو خيال آهي ته سنڌ ۾ اسلامُ، محمد بن قاسم جي آمد (94هه/712ع) سان آيو پر ائين نه آهي. سنڌ ۾ اسلام جي روشني پکيڙڻ جو فرض، رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي دور ۾ سندس صحابين سرانجام ڏنو جن مان ڪن جون قبرون شاه مڪي قبرستان حيدرآباد ۾ موجود آهن.

6 جولاءِ 1975ع تي جڏهن اسلامي ملڪن جي پهرين سربراهه ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿي، تڏهن هن ڪانفرنس ۾ شريڪ نمائندن هن شهر جي تاريخي اهميت ۽ عوام جي مهمان نوازيءَ واري جذبي کان متاثر ٿي، ڪراچي شهر کي "باب الاسلام" جو نالو ڏنو.

**باب السماء:** تارن جو ميڙ جيڪو آسمان ۾ رستي وانگر نظر ايندو آهي. فارسي ٻوليءَ ۾ ان کي "ڪهڪشان" چوندا آهن ۽ سنڌيءَ ۾ ان کي "سير- واٽ"، "ڪيرڏارا"، "آڪاس ندي" يا "نوح نبيءَ جي ٻيڙيءَ جو گيهو" به چوندا آهن.

**بابائي ڏڙو:** سکر ضلعي جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'اميربخش ڪالادي'، 'توري' ۽ 'ڄانگهڙو' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**بابٽيو:** تعلقي ميرپور بٺوري جي هڪ ديهه جو نالو.

**بابڇي:** هڪ قسم جي ٻوٽي، جيڪا سنڌ ۾ گهٽ ٿئي. هن ٻوٽيءَ جا پَنَ دل جي نموني جا ۽ پاسا ڪٽاءَ وارا ٿين ٿا ۽ اُن جو ٻج ڳُڄڪي جي صورت ۾ هوندو آهي، جنهن جو رنگ ڪارو ٿئي ٿو. هن ٻوٽيءَ جو ٻج دوا طور به ڪم اچي، حڪيمن جو چوڻ آهي ته خاص طور ڪوڙهه جي مرض لاءِ مفيد آهي. بابڇي مارچ مهيني ۾ پوکبي آهي.

**بابر:** هن نالي سان ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ هڪ ديهه موجود آهي.

**بابر[2]:** بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

**بابر بادشاهه:** بابر بادشاهه ظهيرالدين بن عمر شيخ مرزا جي ولادت 6 محرم 888هه/ 14 فيبروري 1483ع تي ٿي ۽ 6 جماد الاول 937هه/ 26 ڊسمبر 1530ع تي وفات ٿي. بابر ڏاڏاڻي نسب کان تيموري ۽ ناناڻي نسب کان چغتائي چنگيزي هو. هيءُ 8 جون 1494ع ۾ 11 سالن جي عمر ۾ فرغانه جو حاڪم ٿيو. پيءُ جي وقت ۾ ئي بابر جون چاچن ۽ مامن سان لڙايون شروع ٿي چڪيون هيون جيڪي بدستور جاري رهيون ۽ خود بابر کي پڻ ڏهن سالن تائين شڪست ۽ فتح جي نشيب ۽ فراز ڏسڻ بعد وطن ڇڏڻو پيو. بابر جو چاچو محمد مرزا، سمرقند جو حاڪم هو. ان جي وفات ۽ بابر جي سئوٽن جي باهمي نا اتفاقيءَ جو فائدو وٺي سمرقند تي قبضو ڪيائين. 1499ع ۾ شادي ٿيس. 1504ع ۾ بلخ ۽ ڪابل به فتح ڪيائين. ان سان گڏ سياسي ۽ فوجي قوت به وڌايائين. 1507ع ۾ ارغونن کان اقتدار حاصل ڪيائين. 1511ع تائين سڄو افغانستان هن جي قبضي هيٺ اچي ويو. 1524ع ۾ دولت خان لوڌيءَ جي دعوت تي لاهور آيو ۽ ديپالپور پڻ فتح ڪري ورتائين. 1526ع ۾ ابراهيم لوڌيءَ کي شڪست ڏيئي (پاڻيپت جي پهرين لڙائي) دهلي ۽ آگري تي قبضو ڪيائين. پوءِ هڪ طرف راجپوتن کي ڪانواهه ۾ شڪست ڏنائين (1527ع). ٻئي طرف سلطنت جي اپرندي سرحد بنگال تائين پهچائي ڇڏي.



بابر بادشاهه 26 ڊسمبر 1530ع تي آگري ۾ وفات ڪئي ۽ هن کي "باغ بابر" (ڪابل) ۾ دفن ڪيو ويو. جهانگير هن جي قبر تي سهڻو مقبرو اڏايو. هي مغليه خاندان جو اهو حڪمران هو جيڪو وڏي حوصلي وارو، بلند نظر، جفاڪش، بهادر ۽ مشڪلات ۾ ڪڏهن به گهبرائڻ وارو نه هو. عزم ۽ استقلال ۾ ڪڏهن فرق نه آيس. تمام گهڻو رحمدل ۽ فياض هو. هميشه سادي زندگي بسر ڪيائين. طاقتور اهڙو هو جو ٻن ماڻهن کي ڪڇن ۾ دٻائي قلعي جي ديوار تي ڊڪندو هو. بابر ترڪي ۽ فارسي ٻوليءَ جو سٺو شاعر هو. بابر جي خود نوشت سوانح عمري "تزڪ بابري" (بابر نامه) هن جي گهري نظر، صاف دلي ۽ صاف گوئي جو روشن دستاويز آهي. 'تزڪ بابري' جو سنڌيءَ ۾ به ترجمو ٿيو آهي.

**بابر بند:** ٺاٽي بولاخان تعلقي ۾ هڪ ديهه. جيڪا انتهائي ڏکڻ ڪنڊ تي آهي. هن ديهه ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ موجود آهن: 'يامين جکرو'، 'بيگ جوکيو'، 'دريا خان جوکيو'، 'صديق خاصخيلي'، 'اسحاق جوکيو'، 'دادو'، 'وليداد جوکيو'، 'نورخان'، 'ڪات پالاري'، 'سوڍو پالاري'، 'عبدالشڪور'، 'ڇڙوڇڙ' ۽ 'الهڏنو خاصخيلي' تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ديهه "موڙهي جبل" ۾ پڻ هڪ ڳوٺ جو نالو 'بابر بند' آهي.

**بابر نامو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ جو فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل آهي. هيءُ بابر بادشاهه جو روزنامچو آهي، جيڪو هن چغتائي ترڪيءَ ۾ لکيو هو. اڪبر بادشاهه جي حڪم سان 1589ع ۾ عبدالرحيم خان خانان هن جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هي تمام گهڻو مقبول ڪتاب آهي انهيءَ ڪري هن جو ترجمو روسي، انگريزي، فرانسيسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ٿي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ ادب، شعر، موسيقي، مصوري ۽ خطاطيءَ تي جابجا تنقيد ڪيل آهي. جيڪا نهايت لطيف ۽ دلچسپ آهي. هي ڪتاب تاريخي واقعن جو مرقع، معاشرتي سرگرميءَ جو نقشو ۽ جاگرافيائي معلومات جو خزانو آهي. ڪتاب ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ ۾ سال 1964ع ۾ شايع ڪيو. ساڳيو ڪتاب سنڌ ۾ 'روشني پبليڪيشن' ڪنڊياري پاران 2006ع ۾ ٻيهر ڇپايو ويو آهي.

**بابري مسجد**: بابري مسجد 1528ع ۾ بابر بادشاهه تعمير ڪرائي هئي. اها مسجد ڀارتي رياست اتر پرديش جي ضلعي فيض آباد جي شهر اجوڌيا (ايوڌيا) ۾ اڏيل هئي. اجوڌيا شهر هندو ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم وارن جو مقدس شهر



آهي، ڇاڪاڻ ته هندو ڌرم وارا هن شهر کي شري رام چندر جي جنم وارو هنڌ ٿا سمجهن ۽ ٻڌ ڌرم وارن جون وري هتي ڪجهه عبادتگاهون آهن. جڏهن ته بابري مسجد جي موجودگيءَ سبب هيءُ شهر مسلمانن لاءِ پڻ وڏي اهميت رکي ٿو. هندو ڌرم وارا چون ٿا ته بابري مسجد جنهن هنڌ تي تعمير ٿيل آهي، اتي در اصل رام جنم ڀومي هئي. ان ڪري اتي ڪين مندر اڏڻ ڏنو وڃي. 1990ع ڌاري بنياد پرست هندن جي هڪ گروهه بابري مسجد جي جاءِ تي 'رام مندر' اڏڻ جي ڪوشش ۾ اتي ڪجهه مورتيون رکي پوڄا جو سلسلو شروع ڪيو. جنهن تان اتان جي مقامي هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ فساد ٿي پيا. هڪ نازڪ عدالتي حڪم ذريعي ماڻهن کي هڪ هٽي سان وڙهڻ کان روڪڻ لاءِ ساڳي حيثيت (اسٽيٽس ڪو) قائم رکندي، هٿياربند گارڊ مسجد جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيا ويا. ڀروري 1992ع ۾ انتهاپسند هندن جي هڪ گروهه مسجد تي ڪاهه ڪري ان کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ ان جي جاءِ تي "رام جنم ڀومي" نالي مندر قائم ڪيو. ان واقعي نه صرف ڀارت ۾، پر آسپاس جي مسلمان ملڪن ۾ به بيچيني پيدا ڪري وڌي. ان ڪانپوءِ ڀارتي حڪومت پاران اهو اعلان ڪيو ويو ته جيڪڏهن اهو ثابت ٿي وڃي ته هتي مسجد جي اڏجڻ کان اڳ ڪو مندر موجود هو ته اها اتي اهڙو مندر ٺهرائي ڏيندي. 1994ع جي پڇاڙيءَ کان هاءِ ڪورٽ اهو معاملو تاريندي اچي. هن وقت اهو معاملو الهه آباد هاءِ ڪورٽ ۾ هلندڙ آهي ۽ ان هنڌ تي سخت حفاظتي انتظام ڪيا ويا آهن.

**بابل**: قديم بابل جو نالو "ڪالديا" آهي، جنهن جو توريت ۾ ذڪر آهي. شروع ۾ ڏکڻ عراق ۾ فرات ۽ دجله درياهن جي وچ واري علائقي جو نالو هو، پر پوءِ وقت گذرڻ سان عراق جي وڏي حصي کي "ڪالديا" چوندا هئا، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ "اُر" (UR) هو. حضرت ابراهيم عليه السلام اتي جو ويٺل هو. هيءَ هڪ قوم جو نالو هو جيڪا حضرت عيسىٰ کان ٻه هزار ورهيه اڳ شام ملڪ تي حڪمران هئي. اعلامي، قديم ايران جو هڪ صوبو هو جنهن جي گاديءَ جو هنڌ صوصه هو اتان جي رهاڪن ۽ بابل جي رهاڪن جي پاڻ ۾ اٽيٽڻ هئي. هن وقت اوائلي تهذيب جا ماهر صوصه (سوسه) کي دنيا جي قديم ترين شهرن ۾ شمار ڪن ٿا. "بابل"، دجله ۽ فرات جي دوآبي جي قديم سلطنت جو نالو آهي. هي نالو دوآبي، دجله ۽ فرات جي ڏاکڻئي حصي وارين رياستن، ليگاش، اُڪاد، ايرڪ ۽ اُر لاءِ استعمال ٿيندو آهي. جيڪا ٽي هزار سال ق. م ۾ عروج تي هئي، پر هن مان مراد گهڻو ڪري سامي تهذيب جي ورتي ويندي آهي.

بابل جو بنياد "سرجون" وڏو ۽ حمورابيءَ جي دؤر ۾ هن سلطنت جو عروج هو. تقريباً 1800 ق. م ۾ هتي خط ميخيءَ ۾ مختلف علمن، واپار ۽ فنِ تعمير فروغ حاصل ڪيو. پر پوءِ سترهين صديءَ ق.م ۾ خانه بدوش 'ڪاسين' (Kassites) جي حملن هن سلطنت کي تباهه ڪري ڇڏيو. پوءِ اشوري سلطنت جي اقتدار ۾ اچڻ تي بابل کي ٻيهر عروج نصيب ٿيو. 689 ق. م ۾ سخيرب بغاوت ڪئي، پر 625 ق. م ۾ ينبو پولاسو بابل کي ٻيهر آزاد ڪرائي ورتو ۽ بخت نصر جي دؤر ۾ بابل انتهائي عروج تي پهچي ويو. پوءِ 538 ق. م ۾ ايرانين سائرس اعظم جي اڳواڻيءَ ۾ حملو ڪيو ته بابل جو زوال شروع ٿي ويو. علم، فن، تهذيب ۽ ٻين حوالن سان بابل جون وڏيون خدمتون آهن. بابل جا "ٽنگيل باغ" دنيا جي عظيم عجوبن ۾ شمار ٿين ٿا. بابل ميسوپوٽيميا جي علائقي واريءَ تهذيب جو اهم شهر هو. جيڪو چار هزار سال ق. م کان به گهڻو اڳ موجود هو. ميسوپوٽيميا (دو آبو= دجله ۽ فرات جي وچ واري سرزمين) هاڻوڪو عراق آهي. 1750 ق. م ۾ بابيلونيا جي حمورابي بادشاهه بابل کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو. ان وقت بابل دنيا جو وڏي ۾ وڏو شهر بڻجي ويو. هي شهر فرات درياهه جي ڪناري تي ٻڌل هو. 689 ق. م ۾ اشوري بادشاهه بابل تي حملو ڪري ان کي برباد ڪري ڇڏيو. ان بادشاهه جو نالو سيناچوب هو. 625 ق. م ڌاري بخت نصر هئي، بابل کي ٻيهر تعمير ڪرايو. هن شهر کي درياهه تي پُل ٺهرائي، اولهائين ڪناري ڏانهن به شهر کي وڌايو. بابل ۾ هڙادو اڏيل عجيب باغ هئا. جيڪي ستن عجائبات ۾ شامل آهن. 538 ق. م ۾ ايراني بادشاهه سائرس اعظم بابل تي قبضو ڪيو. 275ع کان بابلي تهذيب جو زوال شروع ٿيو. اڄ رڳو ان جا ڪنڊر يادگار طور بيٺل آهن. بابل ۾ هڪ تمام ڏکي مينار جيان عمارت هئي، جنهن کي "بابل جو برج" به چيو ويندو هو. ان جي اوچائي 300 فوٽ هئي، جيڪا ستن منزلن تي مشتمل هئي.

بابلي تهذيب ۽ سنڌو تهذيب جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق رهيو آهي. مثال طور: اُر، ڪيش ۽ تل آسمار جي قديم آثارن مان مليل اُڪر وارن ٺڪرن تي سنڌو دور جي مخصوص جانورن جون شڪليون ملن ٿيون. ڪن مهرن تي سنڌو لوڪن جي "خط" واريون لکتون ڏنل آهن. سُمير ۽ تل آسمار وٽ سارگن بادشاهن جي دور وارن ذخيرن ۾ سنڌو لوڪن جي مخصوص طريقي سان ٺاهيل ڪيتريون ئي شيون مليون آهن. جهڙوڪ نقش ڪيل موتين جا داڻا يا مٽڪا ۽ هڏن تي مخصوص گلڪاريءَ ۽ مٽيءَ وارا ٺڪر جا برتن. حيرت انگيز ۽ دلچسپ شيءِ نرم چيڪي مٽيءَ جي ٺهيل مُهر آهي، جنهن جي پٺ تي لهري ڪپڙي جو نشان يا ٺپو صاف لڳل هو. ڪن مهرن تي سنڌو لوڪن جي خاص علامتي نشانن جا ڇاپا لڳل آهن. سنڌوءَ جي هڪ قسم جي مهر تي سمير وارن جي مخصوص مخروطي اکرن جي تحرير موجود آهي. "ميلوها" کان جيڪي شيون حاصل ڪيون وينديون هيون، جن ۾ سون، عاج، عاج مان ٺهيل گلڪاريءَ واريون شيون، عاج مان تراشيل ميلوها پکي، ڦڻيون، آئينا، دهلون ۽ سرايون

وغيره شامل هيون. ٽمر ۽ ڇُوري جي نالن سان سڃاتل ڪاٺ، جيڪو سنڌ مان ايران يا بابل ڏانهن موڪلبو هو. بابل جي آثارن ۾ سنڌو تهذيب جي هڪ مخصوص شهر جهڙيون ڳالهيون ۽ انهي جي ماڻهن جي تمدن جو هوبهو نقل نظر اچي ٿو. جابن جي اهائي مستطيل بيهڪ، پاٽيءَ جي نيڪال وارين نالين جو چار، مقرر نموني جا اوزار ۽ هٿيار، مهرن وارا تعويذ، جن تي سنڌوءَ جي جانورن جون شڪليون ۽ تحريرون اُڪريل آهن. اهي وصفون پڻ هن قديم تهذيب مان ملن ٿيون.

**بابلي**: تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو "بابلي" آهي.

**بابلي مذهب**: بابل جا ماڻهو گهڻن ديوتائن کي مڃيندا هئا. وڏن شهرن جا ديوتا وڏا سمجهيا ويندا هئا: مثلاً جڏهن بابل سيني کان وڏي مرتبي وارو هوندو هو ته مردوڪ ۽ بعل ديوتائن جو سردار هو پوڄاري بااختيار هوندا هئا. بابل جون شاندار تهذيبي رسمون، جن کي اسيريا (عراق) وڌيڪ چمڪايو. خط ميخيءَ جي تحرير ۾ محفوظ ڪيون ويندريون هيون. جن ۾ آفرينش عالم، عالمگير طوفان، اشتر يا عشتار (ديوي) جي پاتال جو سير، ديوتائن ۽ بهادرن جا قصا هئا. بابل، مذهب جي معاملي ۾ سميري تهذيب جي اثر هيٺ هو ۽ ان جا وڏا وڏا منارا بلند آستانن تي سميرين جي پرستش جي ياد ڏياريندا هئا.

**بابنامو(ڪتاب)**: هيءُ ڪتابڙو موجوده سنڌي الف- ب جي مقرريءَ کان پوءِ سنڌي ليپيءَ ۾ پهريون ڪتاب هو. هن اهم ڪتاب جو ليکڪ ديوان ننديرام سيوهاڻي هو. سر بٽرو ايلس جي نگرانيءَ ۾ 29 مارچ 1854ع تي هن ڪتاب جون 1500 ڪاپيون ليٿو ۾ ڇپجي پڌريون ٿيون ۽ في ڪتاب جي قيمت ٻه آنا هئي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن، جن مان 23 صفحا ’هجي‘ لاءِ ڪم آيل آهن ۽ باقي ڏهن صفحن ۾ 8 سبق ڏنل آهن، جن ۾ ڪل 70 جملا ڏنل آهن. انگريزن جي اوائلي دور ۾ سنڌي ، عربي صورتخطي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ جي شروعات هن ڪتاب کان ٿي ٿي.

**بابنامو**[2]**(ڪتاب)**: هيءُ ڪتابڙو چيناند هيمنداس جو لکيل آهي، جيڪو ڪرائون سائيز ۾ 16 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت هڪ آنو ڇاڻايل آهي. ڇاپو ٿيون، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان شايع ٿيو. هن ڪتابڙي جو ستون ڇاپو ٻه ساڳيءَ پريس مان 1947ع ۾ ڇپيو.

**بابنامو**[3]: هيءُ ڪتابڙو ٺڏاسنگهه گلوسنگهه جو لکيل آهي. هيءُ ڪتابڙو 14 صفحن تي مشتمل آهي. ٺڏاسنگهه گلوسنگهه، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1937ع ۾ ڇپايو هن ڪتابڙي جو انون ڇاپو پوڪرداس ٿانورداس، ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان 1937ع ۾ شايع ڪيو.

**بابنامو**[4] **(ڪتاب)**: هيءُ ڪتابڙو پڳوانداس مولچند سڪراڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتابڙي ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ايڪيتاليهون پوجراج پوڪرداس، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1940ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتابڙي جو چوئيتاليهون ڇاپو پوجراج پوڪ داس سال 1941ع ۾ ڇپايو ۽ ائيتاليهون ڇاپو ساڳي پريس مان سال 1946ع ۾ شايع ٿيو.

**بابنامو**[5]**(ڪتاب)**: هيءُ ڪتابڙو نندلعل پوڪرداس ڪالرو جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتابڙي ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي، ڇاپو پهريون، نند لعل پوڪرداس ڪالرو، موتي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1946ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بابن واهه/ بانيٽاهه**: روايت آهي ته هتي ڪڏهن دلوراءِ جي حڪومت هوندي هئي، يعني اروڙ ۽ محمد طور جي وچ تي. دلوراءِ جي گاديءَ جو هنڌ شهر بابن واهه هو. بابن واهه شايد بانبراهه جي بدليل صورت هجي، جنهن مان مراد بانيٽاهه (برهمڻ آباد) هجي، عوام ۾ ائين مروج هو بابن واهه جي آثارن مان هڪ منارو اڃا تائين سرزمين تي موجود آهي. اهو منارو اڃا سوڍو منصوره جي قتل ماڳن مان شهدادپور ضلعي سانگهڙ کان اٺ ميل ڏکڻ- اوڀر پاسي باقي آهي. اهي آثار جيڪي اصل ۾ منصوره شهر جا آهن، عوام ۾ بانبراهه (برهمڻ آباد) جا آثار ليکيا وڃن ٿا.

**بابُو**: رمتو يا جوڳي فقير جيڪو دونهين دکائي ويهي. بنگال ۾ پڙهيل ماڻهوءَ يا ڪلارڪ جو خطاب. ريلوي کاتي جو هڪ ملازم، جيڪو اسٽيشن تي ٽڪيٽون ڏئي يا چيڪ ڪري، جنهن کي "ٽڪيٽ چيڪر" به چون.

**بابو پالاري**: بابو پٽ مگيلڌو پالاري (سگهڙ الله بخش پالاريءَ جو پاءُ)، ويٺل سَري، محال ڪوهستان، وڏو سگهڙ ٿي گذريو آهي. ڪيس سينگار شاعريءَ جو گهڻو ڪري ياد هو.

**بابو غلام حسين**: ٺٽي ضلعي جو مشهور سياستدان بابو غلام حسين ولد حاجي عبدالرحيم ميمڻ 8 جنوري 1938ع تي ٺٽي جي ’سوني منڊي‘ محلي ۾ ڄائو هن شروعاتي ۽ ثانوي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪئي. سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ مان انٽر ۽ بي. اي ڪري، سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل. ايل. بي ڪيائين. سياسي زندگيءَ جو آغاز 1964ع ڌاري فاطمه جناح واري اليڪشن ۾ ايوب خان جي مخالفت سان ڪيائين. 1967ع ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو.

1972ع ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي ضلعي ٺٽي جو جنرل سيڪريٽري منتخب ٿيو. 1987ع ڌاري لوڪل باڊيءَ جي چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻي، پوءِ لاڳيتو 1988ع، 1991ع، 1993ع ۽ 1997ع وارين عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ضلعي ٺٽي مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ 11 مهينا جيل ۾ رهيو. پاڻ پيپلز پارٽيءَ جو مخلص ۽ سرگرم ڪارڪن آهي. هن وقت ٺٽي جي ’سوني منڊي‘ محلي ۾ رهائش پذير آهي.

**بابُونو**: پسارڪي وکر جو هڪ قسم، جيڪو تندن وانگر سنهڙيون ڪائيون ٿئي. هي اصل ۾ هڪ ٻوٽيءَ جو قسم آهي، جنهن جون تندون زرديءَ مائل سفيد رنگ تي ٿينديون آهن. هن وَل جو گل خوشنما ۽ ٻن خوشبودار هوندا آهن. حڪيمن جي چوڻ موجب هي وکر دماغ کي تقويت ڏيندڙ آهي. مختلف بيمارين لاءِ مفيد سمجهيو وڃي ٿو.

**بابُونو ڪَسِي**: هي نندو ۽ وڏو ٻن قسمن جو ٿئي ٿو. ڏسڻ ۾ هوبهو بابوني جهڙو آهي. هن ۾ ڪئين ٻج ٿين ٿا. حڪيم هن جو ڪيترين بيمارين ۾ استعمال ڪن ٿا.

**بابي تحريڪ**: اوڻيهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ ايران ۾ جيڪي تحريڪون پيدا ٿيون، تن ۾ مذهبي ۽ سياسي ردعمل جي لحاظ سان بابي تحريڪ قابل ذڪر سمجهي ويندي آهي. ان جو باني سيد علي محمد شيرازي "باب" هو. جنهن جي دعويٰ هئي ته الله تعاليٰ ساڻس هر ڪلام ٿئي ٿو ۽ ان تي وحي نازل ٿئي ٿي. "باب" پنهنجي وفات کان اڳ ميرزا يحيٰ صبح ازل کي پنهنجو خليفو مقرر ڪيو ۽ سڄي جماعت ان جي سرڪردگيءَ ۾ اچي وئي. صبح ازل حڪومت سان الجهڻ نٿي چاهيو. مگر جيڪا باهه ٻري چڪي هئي، سا وسامڻ کان متي چڙهي چڪي هئي. حڪومت سان اُن جو ٽڪراءُ ان وقت گهڻو وڌي ويو جڏهن 28 شوال 1268هه/ 16 آگسٽ 1852ع تي شاهه ايران تي قاتلاڻو حملو ٿيو ۽ ڏوهارين کي سزائون ڏنيون ويون. شاهه ايران تي بابين جي حملي، تحريڪ کي بدنام ڪري ڇڏيو ۽ حڪومت بابين جي گرفتارين جو

سلسلو شروع ڪري ڇڏيو. گرفتار ٿيل بابين کي، جن ۾ ميرزا علي حسن نوري (بهاءُ الله) بہ شامل هو، هندڪڙيون پارائي، تهران موڪليو ويو. تحريڪ جو سربراهہ صبح ازل پڇي بغداد پهتو ۽ بابين بغداد کي تحريڪ جو مرڪز بنايو. انهيءَ دوران صبح ازل ۽ بهاءُ الله ۾ اختلاف پيدا ٿيو. تنهنڪري بابين ۾ فتنو فساد پيدا ٿيو. شيخ احمد بن زين الدين الاحسابيءَ جو خيال هو تہ تخليق ڪائنات علت غائي آهي ۽ ان جو اصل باعث ٻارهن امام آهن. اُهي مشيت ايزديءَ جا مظهر ۽ الاهي منشا جا ترجمان آهن. الله تعاليٰ جا سڀ ڪم انهن جي وسيلي پورا ٿين ٿا. الله تعاليٰ جي ذات فهم کان بالاتر آهي ۽ اسين ان جو ادراڪ مادي وجود جي ذريعي ئي ڪري سگهون ٿا.

"باب" پاڻ کي "شجر حقيقت" قرار ڏنو هو هو پاڻ کي "مؤرد وحي ۽ الهام" ۽ شريعت جو حامل بہ چوندو هو هن جي دعويٰ هئي تہ سندس مرتبو (نعوذ بالله) گذريل نبين کان مٿي آهي. بابين جو عقيدو آهي تہ "هزار سالن کان پوءِ شريعت بدلجي وڃي ٿي". "باب" جا اخلاقي فقہ متعلق هيٺيان احڪام آهن: ڏوهن جون هلڪيون سزائون ڏنڊ وغيره تائين محدود آهن. سڀ کان وڏي سزا قتل جي لاءِ مقرر ڪئي وئي آهي. قاتل، مقتول جي وارثن کي 11 هزار مثقال سون ادا ڪندو. آمدني ٽئڪس فقط سرمايي تي مقرر ٿيندي. تماڪ ڇڪڻ ۽ وڪڻڻ تي منع هوندي. "باب" هڪڙي پيشنگوئي بہ ڪئي، جنهن کي هن "يظهره الله" جي لفظن سان بيان ڪيو آهي تہ ان جو ظهور "غياث" جي عددي قيمت 1511ع يا زياده کان زياده مستغاث جي عددي قيمت 2000ع کان اڳ ۾ ٿيندو.



**بابِينَ:** ڪپڙي سبڻ جي مشين جو هڪ پرزو- ڌاڳي ويڙهڻ لاءِ لوهي رِيل. لوهي رِيل جيڪا بخيي ڏيڻ واري 'نعل' ۾ پوندي آهي. اها مشين جي اندرئين حصي ۾ پوندي آهي.

**باتو خان:** باتو خان (1255ع) جوجي جو پٽ، چنگيز خان جو پوٽو هو. 1223ع ۾ قپچاق ۾ پيءُ جو جانشين ٿيو ۽ پوءِ الهندي طرف وڌيو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ ماسڪو، پولينڊ ۽ هنگري وغيره کي فتح ڪري ورتائين ۽ يورپ جي دل ۾ پهچي ويو. انهيءَ جا پوئلڳ تاتارين ۾ اردوئي زرين چورائيندا آهن.

**باتصوير يوگ آسڻ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چيتن آسوانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 127 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب مولچند وشنداس، ڪوهنور پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1938ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان ۾ يوگ جا طريقا سمجهايل آهن.

**باتل:** تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهہ آهي. جنهن ۾ اسماعيل ڪوسو، حاجي عثمان خاصخيلي، شادي ڪوسو ۽ علي محمد مداح ڳوٺ آباد آهن. هن ديهہ ۾ پراڻو قلعو اڏيل هو، جنهن جا بہ پاسا اڃا سلامت آهن. عام ماڻهو هن قلعي کي "ميرن جو ڪوٽ" چوندا آهن. آس پاس قديم آثار آهن. جتي وڏو ڳوٺ هو مشهور "سِرٽيءَ جو ڪوٽ" هتان اوير ۾ ٻن ميلن جي مفاصلي تي ٿيندو. سرٽي ڪوٽ ۾ ڀڏڪا آثار آهن ۽ هتي هڪ وڏو اسٽوپا اڃا تائين بيٺو آهي.

**باتل**[2]: هڪ واهہ جو وهڪرو هو جيڪو سيهري مان پاٽمرادو وهي وري اچي ساڳئي واهہ ۾ پوندو هو.

**باٽ ڪولڻ:** واٽ ڪولڻ. ٿر جي هندن ۽ مسلمان سماٽن ۾ شاديءَ جي هڪ رسم آهي تہ جڏهن گهوٽ ساهراڻي گهران موڪلائي هلڻ جي ڪندو آهي، تڏهن ساليون چونديون "واٽ ٻڌل آهي". تڏهن گهوٽ واٽ ڪولڻ جا ڪجهہ ٻول چوندو ۽ پوءِ اڳتي واٽ ملندي. واٽ ٻڌڻ جا ٻول مختلف نمونن جا ٿيندا آهن. مثال طور:

ٻېر مٿي ٻاٻيهو لٿي مٿي لاٽ
اُئين متان ٻيهنوئي، ٻڌل پئي ايہ باٽ.

(ٻېر مٿي ٻاٻيهو پکي وينو آهي. لٿي تي لاٽ آهن. اي ڀيڻويا! اُٿين متان، جو واٽ ٻڌل آهي)

ٻگلا گهيتا، ٻگلا سينگ،
جي تي چڙهيا ٻارهي ڍينگ،
ٻارهي ڍينگين سوسو سريا،
ٻڏان گوري را ڦريا،
گوري جا يامن ٻولايا،
گوري جا يامن چوڙايا،
لونچي ڪڙڪي نيچي ڪاٽ،
چتي سهيليان ماٽري واٽ.

(اڇا گهيتا، اڇا سگ، جن تي ٻارهن ڍينگ چڙهيا، ٻارهن ئي ڍينگن تي سؤ سؤ رسا، ٻڏان گوري جا ڦر، گوري جا چاول مون ٻولايا ۽ مون چڙايا، مٿي ڪڙڪي هيٺ ڪٽ، اي سهيليون منهنجي واٽ ڪلي).

**باٽا:** چاچڙ قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي.جن جي اڪثريت ضلعي گهوٽڪي، سکر جي ڀهراڙين ۾ آهي.

**باٽراٽي:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**باپوءَ جا خط** (ڪتاب): مهاتما گانڌيءَ جي لکيل خطن جو سنڌي ترجمو ڪتابي صورت ۾ 1945ع ۾ ڇپيو هيءُ ڪتاب اصل ۾ گجراتي ٻوليءَ ۾ "باپو ناپترو" جي نالي سان هو جنهن کي ديپچندر ٻيلاڻيءَ ترجمو ڪيو هو.

**باجارا:** هن نالي سان ضلعي ڄامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ 6 ڳوٺ آباد آهن: 'باجارا'، 'پير ٻبر شير'، 'ٻکهيا'، 'ٻڙدي'، وغيره. باجارا ڳوٺ ۾ ڪيترائي اديب ۽ شاعر پيدا ڪيا آهن. نئين ٽهيءَ ۾ رجب ٻکهيو ۽ فضا غزل، ثنا شاعر پيدا ٿيا آهن. مشهور سُگهڙ ۽ سماجي ورڪر محمد حسن باجاري پڻ هن ڳوٺ جو رهواسي آهي.

**باجاري:** هڪ ذات جو نالو جيڪي گهڻو ڪري ديهہ "باجارا" ۾ آباد آهن. 'باجاري' پاڻ کي پٺاڻ (افغان) نسل مان ڄاڻائين ٿا.

**باجائي:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**باجَر:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**باجَرڪي نَئِن:** تعلقي سيوهڻ ۾ باجارن جي پرسان وهندڙ نئِن. جيڪا 'پٽ' جبل کان وهندي اچي ٿي ۽ باجارا شهر جي اوپر کان وهي منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿي.

**باجڪاٽي:** لاشاري بلوچن جي هڪ ذات.



**باجو:** موسيقيءَ جو هڪ ساز يا واڄو. جنهن کي 'هارمونيم' بہ چوندا آهن. وڄائڻ جو خاص ساز، هارمونيم بہ اڍائي چورس فوٽ ڪاٺ جي پيتي، جنهن ۾ راڳ جي لحاظ سان ٽن حصن

۾ خانا ورهايا ويندا آهن. هرهڪ خانو وري ستن سُرن جي لحاظ سان ترتيب هيٺ آيل هوندو آهي. ڳائڻو پنهنجي ڳلي جي پهچ سارو ٽنهي حصن مان ڪنهن هڪ کي پنهنجو گرام بنائي راڳ ڳائيندو آهي.

**باڇڪاٽي**: سنڌ ۾ موجود هڪ ذات جو نالو.

**باختر**: اڳئين زماني ۾ هندو ڪش جبل ۽ جيحون نديءَ جي وچ واري ملڪ جو نالو، جتي ٻن ٿوهن وارو اُٺ ٿيندو آهي، جنهن کي 'باختري' چون. باختر کي 'بلخ' به سڏيو ويندو آهي. وچ ايشيا جي قديم يوناني سلطنت جنهن جي حدن ۾ هن وقت جو اتر افغانستان ۽ مشرقي ايران اچي وڃن ٿا. هن سلطنت جي گادي جو هنڌ باختر موجوده بلخ هو. هي ايران جي باجگزار رياست هئي جنهن کي 328 ق. م سڪندراعظم فتح ڪيو هو. ان کان پوءِ هيءَ سلطنت سليوڪسي بادشاهن جي هٿ هيٺ رهي. 24 ق. م ۾ خودمختيار يونانين ۽ باخترين جي طاقتور رياست طور سامهون آئي. 13 ق. م ۾ خانه بدوش سٿين هن رياست کي فتح ڪيو. 653ع ۾ بلخ کي (باختر قديم) عربن فتح ڪيو. ڪي صديون هيءَ شهر تاريخ ۾ ڏاڍي اهميت جو حامل رهيو. آخري ڀيرو هن شهر کي چنگيز خان تاتاريءَ تهس نهس ڪري ڇڏيو. هتي قديم دور جا ڪيئي يادگار موجود آهن. جهڙوڪ: حضرت ابراهيم ادهم بلخي جي مزار به تباهه حال صورت ۾ موجود آهي. ٻڌن جو وهارو "نوبهار"، خواجه محمد پارسا جي مسجد ۽ سلطان احمد حضرويه جي قبر به هتي آهي. هي شهر انهيءَ لحاظ کان به اهم آهي ته هتي مولانا جلال الدين روميءَ جنم ورتو.

**باخلاڻي**: بگٽي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**باد**: ضلعي ۽ تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'باد'، 'پيربخش لوهر'، 'داد شير'، 'ڪاڪي پوٽا'، 'عاقل خان لوهر'، 'عظمت'، 'حاجي دلمراد'، 'حٺي محمد'، 'لاراري'، 'حاجي محمد مراد'، 'حاجي هاشم لوهر'، 'خدابخش شر' ۽ 'محرم علي شر'.

**بادا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو ۽ انهيءَ نسبت سان تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ٽپو، جنهن ۾ ديهه 'بادا رعيتي'، ديهه 'بادا جاگير'، ديهه 'رائلو'، ديهه 'خانپور' ۽ ديهه 'ميولس' موجود آهن. 'بادا' ڪنهن وقت ۾ سنڌو درياءَ جو پراڻو بندر ۽ پتڻ هوندو هو. هيءُ پتڻ، پراڻي ڦليليءَ جي منهن کان سامهون ڪوٽڙي تعلقي ۾ هوندو هو. جنهن ڪري اُن جو سنڌو واپار ٻيڙين رستي حيدرآباد شهر ۽ آسپاس سان هلندڙ هو. چون ٿا ته هتي جا سيد ڪنڀارڪو هنر ڪندا هئا. سندن ٺاهيل جا ڪونڊا، چلمون، دلا، مَٽ، تس، پاٿيون، پارا ۽ ٺيا وغيره نهايت مضبوط ٺهندا هئا. ٺانون جو گهاڙيٽو به اهڙو سهڻو هوندو هو جو اهي سوکڙيءَ طور ويندا هئا ۽ سڄي سنڌ ۾ مشهور هئا. خاص ڪري ٻارن جا راندڪا، چلمون ۽ حقا، گهاڙيٽي، سونهن ۽ مضبوطيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هوندا هئا.

**بادا جاگير**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ڪاڇيلا'، 'چاڪرخان راڄڙ'، 'هاشم راڄڙ'، 'رمضان راڄڙ'، 'صديق راڄڙ'، 'بادا'، موسومڪڙاٽي'، 'بيگوخان'، 'يارمحمد ڪاڇيلو' ۽ 'امام بخش شاهاڻو'.

**بادام**: هڪ ميويدار وڻ ۽ ان جو ڦر. هيءُ وڻ آلوبخاري يا آڙوءَ جي قسم جو آهي. هيءُ وڻ خوبصورت ۽ آرائشي ٿيندو آهي. بادام مٺا به ٿين ته ڪڙا به ٿين. مٺي بادام جو ٻُور پيازي يا گلابي ۽ ڪڙي بادام جي ٻور جو رنگ اڇو ٿئي ٿو. ٻنهي وڻن جي بادامن مان روغن نڪرندو آهي. ڪڙي بادام جي روغن مان هڪ قسم جو تيزاب ۽ زهر ٺهندو آهي. مٺي بادام مان حاصل ٿيندڙ تيل دماغ لاءِ فائديمند آهي. ان تيل مان ٻيا به انيڪ فائدا حاصل ڪيا وڃن ٿا. مٺاين ۾ بادامن جا گورا استعمال ٿيندا آهن. بادام ٻن قسمن جا ٿيندا آهن، جن



مان ڪاغذي بادام بهترين قسم جا آهن انهن بادامن جي کل نرم ٿيندي آهي، تنهنڪري هٿ سان ئي ڀڃي پوندا آهن. ڪوئيٽا بلوچستان ۾ بادامن جو فصل ڪثرت سان لهندو آهي بادام کي 'مغز جو بادشاهه' چيو ويندو آهي. ان ۾ اعليٰ درجي جي غذائيت وڏي مقدار ۾ هوندي آهي. ان ۾ اُهي سمورا جزا ٿين ٿا، جن جي انساني بدن کي ضرورت هوندي آهي. هي ڪيترين ئي بيمارين جو علاج به آهي. ڪَڙو بادام ڪڏهن به خوراڪ طور استعمال نه ڪرڻ گهرجي، ڇوته ان ۾ هڪ خطرناڪ زهر پروسڪ ائسڊ ٿئي ٿو. ڪَڙن بادامن جو واپار ڪيو ويندو آهي، جن مان بادام روغن ۽ خوشبودار ڪاسميٽڪس تيار ڪيون وينديون آهن. بادام جو اصل وطن مراڪش آهي. ان جو وڻ قديم زماني کان پوکيو ويندو آهي. روم وارا ان کي "گريٽ نٽ" چوندا آهن. بائبل جي دور ۾ هي شام ۽ فلسطين ۾ اپايو ويندو هو هاڻي هي اڪثر ملڪن ۾ پوکيو ويندو آهي. ان ۾ وڌيڪ پيداوار وارا بادام مراڪش، اٽلي، فرانس، پرتگال، ڪئليفورنيا ۽ آسٽريليا ۾ ٿيندا آهن. هي ڏکڻ آفريڪا ۽ ايشيا جي ڪيترن ئي علائقن ۾ پوکيو ويندو آهي. ننڍي کنڊ ۾ هي ڪشمير، اترين علائقن، هماچل پرديش ۽ تبت جي علائقن تائين محدود آهي. ٻجن ۽ مغزن ۾ بادام هڪ بهترين غذا آهي. بادام کائڻ جو بهترين طريقو هي آهي ته ان جي ڳرين کي ڪجهه دير پاڻيءَ ۾ پچائي رکڻ کان پوءِ سٺيءَ طرح پيهي، سنهو ڪري، پيسٽ ٺاهي وجهي. ان پيسٽ کي بادام جو مکڻ چيو ويندو آهي. هي آسانيءَ سان هضم ۽ بدن ۾ جذب ٿي ويندو آهي. سبزي خور ماڻهو ان کي ڏيري جي مکڻ تي ترجيح ڏيندا آهن. هيءُ مکڻ اُنهن پوڙهن ماڻهن لاءِ خاص اهميت رکندو آهي، جيڪي ڏند نه هجڻ سبب گوشت کي پنهنجي خوراڪ ۾ شامل ناهن ڪري سگهندا. بادام جو مکڻ کائڻ سان اهي نه صرف اعليٰ معيار جي پروٽين حاصل ڪري وٺندا آهن، پر ٻيون اعليٰ خوراڪون به انهن کي ملي وينديون آهن. هڪ سؤ گرام بادام جي مغز ۾ 5.2 سيڪڙو رطوبت، 20.8 سيڪڙو پروٽين، 58.9 سيڪڙو سٿپ، 2.9 سيڪڙو معدني جزا، 1.7 سيڪڙو ريشا ۽ 10.5 سيڪڙو ڪاربوهائيڊريٽس موجود هوندا آهن. ان جي معدني ۽ حياتي جزن ۾ 230 ملي گرام ڪئلشيم، 490 ملي گرام فاسفورس، 4.5 ملي گرام آئرن، 4.4 ملي گرام نايا سين ۽ ڪجهه مقدار ۾ وٽامن بي ڪمپليڪس شامل هوندو آهي. هڪ گرام جي غذائي صلاحيت 665 ڪيلريز آهي.

بادام جي سڀ کان بهتر غذائي صورت بادام جو کير آهي. جيڪو وڏي آسانيءَ سان بادام جي ڳرِيءَ کي پيهي ڪري ٺاهيو ويندو آهي. پيهڻ کان پهرين بادام کي پچائي ان جي گهري رنگ جو ٻاهريون تهه لاٿو ويندو آهي. پيهڻ وقت ان ۾ اُبريل ٿڌو پاڻي شامل ڪيو ويندو آهي. ٿوري کنڊ ملائڻ سان اهو خوش ذائقه ۽ غذائيت بخش مشروب بڻجي ويندو آهي. 250 گرام مغز بادامن مان هڪ ڪلو گرام کير ٺاهي سگهجي ٿو. بادام جي کير مان عام کير وانگر ڏهي به ٺاهي سگهجي ٿي. بادامين جو کير وٽامنز سان مالا مال هوندو آهي، ان ۾ عام حيواني کير جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ خوبيون هونديون آهن. هي ڳئون جي کير کان به وڌيڪ هضم ٿيندڙ آهي ۽ انهن ننڍڙن ٻارن لاءِ فائديمند آهي، جن کي ڳئون جو کير پسند ناهي هوندو. بادام جي سٿپ ۾ وڌيڪ روغن

ناهي هوندو، ان لاءِ هن کي هڪ مفيد سٽيپ قرار ڏنو ويندو آهي. هڪ سئو گرام مغز بادام ۾ 11 گرام لائينوليڪ ائسڊ هوندو آهي. اهو تيزاب ڪولسٽرول جي سطح گهٽ ڪرڻ ۾ ڏاڍو مؤثر آهي.

**شفا ۽ طبي استعمال:** بادامن جي طبي خوبين جو دارومدار بنيادي طور تي ڪاپر آئرن، فاسفورس ۽ وٽئمن بي جي طبي ڪردار تي هوندو آهي. ان سان دماغ، هڏين، حواس، دل ۽ جيري جي ڪارڪردگي بهتر ٿي ويندي آهي، بادام دماغي قوت برقرار رکڻ، حواسن کي مضبوط بنائڻ ۽ ڊگهي عمر جا امڪان وڌائڻ لاءِ زبردست خوراڪ آهي. آيرويدڪ ۽ يوناني دوائن ۾ ٺهندڙ سمورين معجونون ان کان سواءِ ناهن ٺاهيون وينديون. کير جي ڪريم ۽ گلاب جي پنکڙين سان بادام جي پيسٽ روزانو چهري تي لڳائڻ هڪ زبردست بيوٽي ايڊ آهي. هيءَ چهري کي صاف نرم ۽ پرڪشش بڻائيندي آهي. ان جو باقاعدي استعمال وقت کان اڳي پيدا ٿيندڙ گهنجن/ جَهرين کي روڪيندو آهي ۽ چهري جي خشڪي ختم ڪري ان کي تازو توانو رکندو آهي.

**اينميا:** طبيبن جي چوڻ موجب بادام ۾ ناميياتي شڪل ۾ ڪاپر موجود هوندو آهي. ان جو مقدار، هڪ سؤ گرام ۾ 15 . 10 ملي گرام آهي، ڪاپر، ٽامون، آئرن، وٽئمنز سان گڏ ملي ڪري رت جي اڃن جُزن جي جوڙجڪ واري ڪيميائي عمل جي ترتيب ڏيندو آهي. هي رت جي کوٽ جي بيمارين لاءِ بهتر غذا آهي.طلب ۾ هي ڪمائتو ميوو آهي.

**بادام ناتوان:** سنڌي زبان جي نامور ليکڪا "بادام ناتوان" جو جنم 1930ع ڌاري شڪارپور ۾ ٿيو. هن ننڍڙي عمر ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو. بادام ناتوان جو هڪ انٽرويو گهڻو وقت اڳ ماهوار "اديون" ۾ شايع ٿيو هو جنهن ۾ هن پنهنجي نالي جي باري ۾ چيو هو ته: "نالو بادام اٿم، جنهن لاءِ اڪثر آدمي پڇندا آهن ته هيءُ نالو ڇو؟ حقيقت هن طرح آهي ته شڪارپور ۾ ڪوئيٽا جا پناڻ سرد موسم ۾ ايندا هئا، جن جون نياڻيون تعليم وٺڻ ايندیون هيون، انهن پناڻين جا اهي نالا هوندا هئا ۽ امان اسڪول جي هيڊمسٽريس هوندي هئي ۽ انهن مان هڪ نالو يعني "بادام" مون لاءِ منتخب ڪيائين." بادام ناتوان جي تعليم مئٽرڪ (بمبئي يونيورسٽي) هئي، پر سندس مطالعو وسيع هو. هن پنهنجو تخلص "ناتوان" ان ڪري رکيو جو سندس چوڻ مطابق عورت ذات 'ناتوان' يعني ڪمزور آهي. هوءَ "بادام ناتوان" جي ادبي نالي سان ادبي حلقي ۾ مشهور ٿي. بادام ناتوان جي پهرينءَ تصنيف جو نالو "شڪسته زندگي" آهي. اهو ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ آهي ۽ ڪتاب جو هرهڪ ڀاڱو اڍائي سؤ صفحن تي مشتمل آهي. سندس ٻي تصنيف آهي "خوش خصلت خاتون". هن پهريون ڪتاب ڪراچيءَ مان ڇپرايو هو ۽ سندس ٻيو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو هو، جنهن جون ٻه سئو ڪاپيون ۽ انعام ٻه ان وقت جي بورڊ جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي ڏانهس موڪليو هو. بادام جي ٽين تصنيف "قلبي اُڄ" آهي، جيڪا شڪارپور مان شايع ٿي، جنهن تي برک دانشور ۽ اسڪالر علامه آءِ. آءِ. قاضي مرحوم تبصرو ڪيو هو. ان کان علاوه سندس تصنيفن ۾ "نماڻي نار"، "خلوت ۾" ۽ "رنر رت ڦڙا" قابل ذڪر آهن. مرحومه پنهنجي ڀيڻ روشن آرا مغل جي وفات تي سندس سک ۾ هڪ رسالو "تنهنجي ياد ۾" پڻ ڇپايو هو. بادام ناتوان، سنڌي ادب



جي پهرين عورت هئي، جنهن مضمون کي فڪشن جو روپ ڏنو. بادام ناتوان کي سنڌي ٻوليءَ سان گڏوگڏ، اردو، فارسي ۽ انگريزي زبانن جي پڻ خاصي ڄاڻ هئي. هن 8 فيبروري 1988ع تي پنهنجي اباڻي شهر شڪارپور ۾ وفات ڪئي.

**بادامي:** تفصيل لاءِ ڏسو: "بادام".

**بادرنگ:** هڪ قسم جو اوپڙ. جامع سنڌي لغات ۾ هن کي "ريڙ" لکيو ويو آهي. "بادرنگ" فارسي ٻوليءَ جو نالو آهي. هي گدري جي نموني تي بيضوي ٿيندو آهي. حڪيم هن کي مٺائي، جگر ۽ ٻين بيمارين جي علاج ۾ استعمال ڪندا آهن.

**بادشاهه:** بادشاهه، تخت ڌڻي ملڪ جي واليءَ کي چئبو آهي. لغت ۾ فارسيءَ جو لفظ آهي ۽ ٻن لفظن جو مرڪب آهي يعني باد= هوا + شاهه= حاڪم. يعني جنهن جو حڪم هوائن تي هلي. يا هوائن جو حاڪم. بادشاهي نظام ۾ عام طور بادشاهت ورثي ۾ بادشاهه جي وڏي پٽ يا وراثت جي قانون موجب شاهي خاندان جي ئي ڪنهن فرد کي ملندي آهي. هيءَ قبائلي نظام جي هڪ صورت آهي.

**بادشاهڻ:** مصريءَ جو هڪ قسم. اُها مصري جيڪا صاف شفاف هوندي آهي.

**بادِ فرنگ:** يورپ جي هوا. يورپ کان آيل هڪ مرض، جنهن ۾ بدن تي ڪارا، گول گول داغ ۽ ڦٽ ٿي پوندا آهن. هيءَ بيماري پهرين 1914ع واري مهاڀاري جنگ ۾ يورپي فوجين ۾ پکڙي ۽ پوءِ وچڙندڙ بيماريءَ طور ٻين ملڪن ۾ به ڦهلي، جنهن مان ڪيترائي ماڻهو ونجي ويا، تنهن ڪري بيماريءَ جو نالوئي "باد فرنگ" يعني "فرنگين جي پکڙيل بيماري" رکيائون.

**بادگيرُ:** هوا جي ڇڪڻ لاءِ ڇت ۾ ٺهيل منگهه. حيدرآباد شهر، ٺٽي ۽ سنڌ جي لاڙ واري خطي ۾، اونهاري جي مند ۾ ڏاڍي هوا لڳندي آهي، ان هوا کي گهر ۾ اندر ڇڪي آڻڻ لاءِ ڇت ۾ هڪڙي ڪنڊ ۾ چورس سوراخ ڪري، مٿان ڪُنڊائين ننڍڙي ڇت ڏيئي ڇڏيندا آهن: اهڙيءَ طرح جو ڪنڊائين ڇت جو رخ ڏکڻ- اولهه ڪنڊ ڏانهن ٿئي، منگهه مان لڳندڙ هوا واري ڪمري ۾ پکي وغيره جي ضرورت نه رهندي آهي. هن کي روشندان به چوندا آهن.

**بادل:** ڪڪر، ابر، تفصيل لاءِ ڏسندا "ڪڪر".

**بادل**[2]: سندس اصل نالو ميرمحمد نهڙي آهي. پر ادبي نالي "بادل" سان سڃيءَ سنڌ ۾ نئين ٿهيءَ جي سٺي شاعر جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو هن جو جنم پٿوري شهر، تعلقي عمرڪوٽ ۾ ٿيو. جتي هاءِ اسڪول ٽيچر آهي. بادل خاص ڪري غزل، نظم ۽ نثري نظم سٺا لکي ٿو جيڪي اڪثر ادبي رسالن ۾ ڇپبا رهن ٿا.

**بادل**[3] (رسالو): "بادل" نالي هڪ ماهوار باتصوير رسالو سيپٽمبر 1965ع ۾ جان محمد نوناري، عمرالدين بيدار ۽ ٻين ڪجهه اديبن ۽ ادب دوستن حيدرآباد مان

ڪڍيو. هيءُ اُن دور جو هڪ اهم ادبي رسالو هو جنهن ۾ سياست، ادب، جاسوسي ادب، فلمن ۽ ٻارن بابت مواد ڇپجڻ شروع ٿيو. هن رسالي جو پهريون ايڊيٽر عمرالدين بيدار رهيو ڪجھ عرصي لاءِ عبدالرحمان پليجو به هن رسالي جو ايڊيٽر ٿيو. هڪ چڱو عرصو مشهور فلمساز غلام حيدر صديقي هن رسالي جو اعزازي نگران رهيو. بعد ۾ وري عمرالدين بيدار ۽ پوءِ عبدالحق عظيم هن رسالي جا ايڊيٽر ۽ قمر ڪوهستاني، فهميده حسين ۽ شهزادو گلفام اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيا.




هن رسالي نه رڳو سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ بابت شاهڪار تخليقون ۽ مقالا شايع ڪيا، پر علمي ادبي بحث، ادبي تنقيد، سنڌيءَ ۾ فلمي ادب ۽ ٻارن جي مواد کي همٿائي وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. امرجليل ۽ اي. جي اُتم جي بحث، رسول بخش پليجي جي ڪهاڻي "پسي ڳاڙها گل" تي محمد ابراهيم جويي جي تنقيد، شخصيتن جو تعارف، سراج ميمڻ ۽ پروفيسر علي نواز جتوئيءَ جي لسانيات جي موضوع تي ڏي وٺ ۽ فلمي مواد هن رسالي جي جان هئا. هن رسالي سان نامور اديبن محمد ابراهيم جويي، سراج، تنوير عباسيءَ، امداد حسينيءَ، غلام علي الانا، ابن الياس سومري، شمس الدين عرسانيءَ ۽ ٻين جو قلمي سهڪار رهيو.

**بادل جمالي:** بادل جمالي، پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن ڪراچي اسٽيشن جو سينيئر پروڊيوسر رهي چڪو آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تخليقي ۽ منفرد ڪهاڻيڪار طور سڃاتو وڃي ٿو. هن ڳوٺ شهزاد جمالي، ضلعي مٽياريءَ ۾، 29 جون 1947ع تي جنم ورتو. پنهنجي ڳوٺ جو پهريون مئٽرڪ پاس، گرئجوئيٽ ۽ ماسترس ڊگري حاصل ڪيل شخص آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. هيءُ پي. ٽي وي ڪراچي اسٽيشن تي 1974ع ڌاري اسڪرپٽ سيڪشن ۾ ڀرتي ٿيو هو ان دوران هن پنهنجي وڌيڪ تعليم خانگي طرح جاري رکي. 1985ع ۾ پي. ٽي. ويءَ تي اسسٽنٽ پروڊيوسر مقرر ٿيو ۽ پنهنجيءَ محنت ۽ صلاحيت سان 1989ع ۾ پروڊيوسر ٿيو بعد ۾ سينيئر پروڊيوسر ٿيو. پي ٽي ويءَ جا سمورا پروگرام، موسيقي، اسٽيج شو ڊراما، ٻارن جا پروگرام، لانگ پلي، پورٽريٽ ۽ ادبي پروگرام ڪري چڪو آهي. پي. ٽي وي ٽئين چئنل تي "ادبيات" جو سنڌي پروگرام به سندس هٿ ۾ هو هن وقت رٽائر زندگي گذاري رهيو آهي.



بادل جمالي 1975ع ۾ ڪهاڻيون لکڻ سان ادبي دُنيا ۾ پير پاتو. هن وقت تائين سندس ڪهاڻين جا مجموعا (1) 'ٻاڙي ناھ پروڙ' (1980ع) ۽ (2) 'سنگرام' (1987ع) ڇپجي چڪا آهن. سندس ڪهاڻين جي مجموعي 'ٻاڙي ناھ پروڙ' تي ڪيس سگا گولڊ ميڊل به مليو هو هن چار ڪتاب: (1) 'چار ڪهاڻيڪار، چار نقاد' (2) 'چونڊ سنڌي ڪهاڻيون، 1975ع کان 1980ع تائين ۽ منصور پبليڪيشن جا "ٻه ڪهاڻي نمبر" (ڪتاب) مرتب ڪيا آهن.

**بادل فقير:** ضلعي سکر، تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ فقط هڪڙو ڳوٺ آباد آهي.

**بادل واهه:** تعلقي ۽ ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ 'عبدالعزيز جتوئي' ۽ 'ڌاتو خان رند' ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**بادل ۽ ٻوندون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور شاعر محمد خان غنيءَ جي بيتن جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي ڪچي جلد ۾ 156 صفحا آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، اداره "روح ادب"، جمالي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1960ع ۾ شايع ڪيو.

**بادِلو:** زري (ڀرت لاءِ)، مُقيش، ريشم ۽ زريءَ جي تار سان اُڻيل ڪپڙو. هيءُ ڀرت جو قسم آهي. هيءُ چانديءَ جي تار به هوندي آهي ۽ ڪوڙي پنيءَ جي تار به هوندي آهي. بادلو هر رنگ ۾ ملندو آهي.

**بادِلو²:** پتَل جي ٺهيل هڪ قسم جي گُگهي، جنهن جي مٿان ڪپڙو چڙهيل هوندو آهي ماڻهو عام طور مسافريءَ ۾ پاڻي ٿڌي رکڻ لاءِ کڻندا آهن. 'بادلو'، 'هرڏات' يا 'ڪُٽ' مان به ٺهندي آهي. جنهن ۾ پاڻي اڪثر ٿڌو رهندو آهي.

**بادليئو:** هيءُ لوڪ گيت خاص ڪري ٿر جي مارو ماڻهن ۾ مقبول آهي، جيڪو وسڪاري جي مند ۾ چوندا آهن. هيءُ گيت عورتون ڳائينديون آهن. هن گيت ۾ جڻ ته وسڪاري جي اُميد جو اظهار ڪيو ويندو آهي. جديد شاعرن مان شيخ اياز، تاجل بيوس ۽ نوجوان شاعر خير محمد 'کوي' (جهمپير واري) هن عنوان سان جديد گيت لکيا آهن.

ٿري بادليئي جا ٻول هيٺينءَ طرح آهن:

بادليئا! تون برس، امراڻي ري ڏيس،
تو بنا هاري، هريئا نه کيڙي،
تو بنا هيڪلي ڦري ڀتوئاري.

(اي ڪڪر! تون عمرڪوٽ تي اچي وس، توکان سواءِ هاري هني نٿا کيڙين ۽ تو کانسواءِ ڀتوئاري (هارياڻي، جيڪا هنيءَ تي کم کنڊڙن لاءِ ماني/ ڀتو کڻي ويندي آهي) پريشان آهي).

**باد نُما:** هوا جو رُخ ۽ رفتار ڏيکاريندڙ ڦرڻي، جيڪا موسميات کاتي وارا ڪنهن لوهي لٺ ۾ مٿاهينءَ جاءِ تي هڻي ڇڏيندا آهن، جنهن ۾ هوا جي رفتار جي خبر پوندي آهي. هن ڦرڻيءَ کي 'باد پيما' به چوندا آهن. ڪن هنڌن تي ڪاٺ جي تير کي وچ ۾ ڪِلي هڻي، ڪنهن ڪانيءَ ۾ مٿاهينءَ جاءِ تي هڻي ڇڏيندا آهن، جنهن طرف کان هوا لڳندي هوندي، تير جو پُڇ انهيءَ طرف جي پٺ ۾ هوندو آهي ۽ ان طرح طرف ڏسڻيءَ جو ڪم ڏيندي آهي.

**بادو درويش:** حيدرآباد شهر جي ويجهو ناهين جي ڳوٺ ۾ درويش بادو دفن ٿيل آهي، جو مخدوم نوح جو مريد هو چون ٿا ته جڏهن پهرين پهرين اچي مخدوم وٽ مريد ٿيو، تڏهن هن چيس ته "ڪلمو پڙهه"، ڪلمي پڙهڻ سان مڇيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳو ۽ بيهوش ٿي ويو ۽ مُئن وانگر سُڪي ويو. اندر حجري ۾ ڪٽي ويس. ٽي ڏينهن انهيءَ حال ۾ پيو رهيو پوءِ اٿيو ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪامل ولي ٿي پيو.

**بادِيا:** تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو

**بادِيا²:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**باديانُ:** فارسي ٻوليءَ ۾ سؤنفن کي 'باديان' چوندا آهن. جيڪي گهڻو ڪري پساري يا طبيب ڪم آڻيندا آهن. سنڌيءَ ۾ هن وکر کي "سؤنف" يا 'وَڏَڦَ' چوندا آهن.

**باديان خطائي:** هيءَ هڪ قسم جو ميوو آهي، جنهن جو ٻج ڪم ايندو آهي. اهو ٻج ڏاڍو مُخ ڦل جهڙو ٿيندو آهي، تنهن ڪري هن وڪر کي باديان خطائي چوندا آهن. طبي لحاظ سان هيءُ وڪر وائيءَ ۽ باديءَ کي تحليل ڪري ٿو. ان کان سواءِ حڪمت جي ٻين گهڻن ڪمن ۾ ڪم اچي ٿو.

**باديجي:** تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بادِڻ:** جوئر جو هڪ قسم. پنگ جو هڪ قسم.

"بادِڻ کان مون بس ڪئي، ههڙي جڏي جُوارِ"

(جام خان)

**بادھ:** لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي ڏوڪريءَ جو مشهور شهر. ڪوٽڙيءَ کان ڪوئيٽا ويندڙ ريلوي لائين تي هڪ اسٽيشن. واپار جي منڊي، خاص ڪري چانورن جي خريداريءَ جو مشهور مرڪز آهي. هتي هر سال شعبان جي مهيني ۾ پير تقي شاهه جيلانيءَ جو ميلو لڳندو آهي، جنهنڪري شهر جي ڪاروبار ۾ واڌارو ٿيندو آهي. بادھ شهر لاڙڪاڻي، قمبر- شهدادڪوٽ ضلعن جي ٻن تعلقن ڏوڪريءَ ۽ وارهه جي سرحد تي آهي، ان ڪانسواءِ هيءُ شهر لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جي ميل واريءَ جاءِ تي پڻ آهي.

**بادھ**[2]**:** تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه.

**بار/ ٻار:** سامونڊي ڪاري. شاهه جي رسالي جي سُر سامونڊي ۾ لفظ آيل آهن "بندر بارو بار" يعني بندر ته هر بار تي آهن، پر اُهي بندر جيڪي "مَلِي" نالي بار (ملي بار= مالا بار) تي آهن، تن جو مُلهه ئي ڪونهي.

لغت جي لحاظ سان لفظ 'بار' جي معنيٰ وڌيڪ تحقيق طلب آهي. سامونڊي ڪناري واري اصطلاح ۾ غالباً 'بار' اها پيٽي، جتي ندي اچي چوڙ ڪري ۽ هڪ قسم جي ڪاري يا 'تار' ناهي، جنهن مان ٻيڙين جي اچڻ وڃڻ جي سهوليت ٿئي ۽ 'بندر' جو بنياد پوي. 5 صدي هجريءَ (11 صدي عيسويءَ) جي شروع ۾ سنڌ جي سامونڊي ڪناري وٽ سنڌونديءَ جي هڪ چوڙ جو نالو 'منهن برا' (يعني 'منهن بار يا منهن باري') ڪم آندو ويو آهي، جيڪو شايد "مالا بار" لفظ ئي آهي.

**باراغ:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'مدد خان'، 'طاهر'، 'دوست علي'، 'الف خان بجاراڻي'، 'مراد نندواڻي'، 'بهاول خان'، 'نورحسن خان'، 'پيروزخان'، خدابخش' ۽ 'حمزو خان' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**باران ماٿري:** ڪَرچات جي پرسان ڪيرٿر سلسلو ختم ٿئي ٿو ۽ اتان 'ڪانيوءَ' جون ٽڪريون شروع ٿين ٿيون. ڪيرٿر جي ڏاکڻين چيڙي وٽ ماٿريءَ جي ٻئي پاسي "باران نئن" (نئن بارڻ) وهندي آهي، جيڪا پهريائين ڪيرٿر جي ڪَڇ ڏئي هڪ ميدان ۾ وڃي چوڙ ڪري ٿي، جنهن جي اولهه ۾ 'ڪانيوءَ' ۽ اوپر ۾ 'لڪي' سلسلي جون ٽڪريون آهن. اها نئن ٻنهي سلسلن سان وهندي وڃي ٿاڻي بولا خان پهچي ٿي ۽ اتان لائيڊ واري لڪدار واٽ وٽان ٻاهر نڪري ٿي. هن واديءَ مان ڪيترائي آمد و رفت جا رستا گذرن ٿا. تن مان ٻن جو ذڪر تمام ضروري آهي، پهريون رستو ڪرچات جي اوپر ۽ باران نئن جي الهندي ڪَر ڏيو ڪراچيءَ وڃي ٿو ۽ ٻيو رستو ڪجور وٽان نئن جي صورت اختيار ڪري ڪرچات جي ڏکڻ اوپر ڏس تي نڪري عارب ٽاٽي کان ٿيندو، وڃي ڪوٽڙيءَ پهچي ٿو اڳ ۾ بيان ٿيل هڪ رستي چاڙهه ڪجور کان اولهه طرف مڙي، ٽؤنگ کان ٿيندي، بلوچستان جي جهالاوان ضلعي جي دنگ تائين پهچي ٿي.

**باراني پوک:** مينهن جي پاڻيءَ تي ٿيندڙ پوک کي "باراني" پوک چوندا آهن. ڪامياب باراني پوک لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڏهن کان پندرهن انچ ساليانو برسات هجڻ ضروري آهي. سنڌ ۾ ٿر ۽ ڪوهستان وارا خطا گهڻو ڪري باراني پوک تي مدار رکن ٿا، چوندا آهن ته "وُٺو ته ٿِن نه ته ٻر". سنڌ ۾ ساليانو بارش وڌ ۾ وڌ پنج انچ ٿئي. ڪڏهن ڪڏهن ته لاڳيتو سالن جا سال برسات



ڪانه پوي. انهيءَ ڪري اهي علائقا سدائين ڏڪار واريءَ حالت ۾ هوندا آهن. ٿر ۽ ڪوهستان ۾ باراني پوک ۾ تِر مُگ، جوئر ۽ ٻاجهر جو فصل، گوار، گدرا، ريبڙ ۽ چانها ٿيندا آهن.

**باراڻ/ بارَڻ:** سنڌ جي مشهور نئن جو نالو، جيڪا ڪيرٿر جي ڏاکڻين چيڙي وٽ موجود ماٿري جي ٻئي پاسي ڪيرٿر جبل جي ڪَڇ ڏئي هڪ ميدان ۾ وڃي چوڙ ڪندي آهي، جنهن جي اولهه ۾ "ڪانيو" ۽ "لڪي" جبل جا سلسلا آهن. هيءَ نئن ٻنهي سلسلن سان گڏ وهي، بولهاڙيءَ وٽ سنڌونديءَ ۾ پوندي آهي. هيءَ نئن "بارڻ" جي نالي سان مشهور آهي ۽ سنڌ جي طويل ۽ تيز ترين نئين مان هڪ آهي.

**بارٽل فريئر:** سر بارٽل فريئر 29 مارچ 1815ع تي ويلز جي 'برڪنڪشائر' (Brecknockshire) شهر ۾ ڄائو 1834ع ڌاري هيليبري ڪاليج مان گرئجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ انڊين سول سروس ۾ ملازمت جي شروعات ڪيائين. مسٽر بارٽل فريئر انگريزن جي اوائلي دور جو هڪ عملدار هو. ڪيس 1851ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ان وقت فريئر صرف 35 سالن جو هو. فريئر جي دور ۾ ڪراچيءَ ۾ معاشرتي، تجارتي ۽ تعليمي سرگرمين ۾ انقلاب برپا ٿي ويو. هن جي ئي وقت ۾ ڪراچيءَ ۾ پهريون انگلش ميڊيم اسڪول کليو. هن جي ئي وقت ۾ ڪراچيءَ کان ملتان تائين سنڌو درياهه جي رستي "بوٽ سروس" شروع ڪئي وئي. ڪراچي بندرگاهه جي



ترقيءَ لاءِ پڻ هن بندرگاهه جي سروي ڪرائي. هن ٽپال ڪاتي ۾ تمام گهڻيون تبديليون آنديون. فريئر جي دُور ۾ ڪراچيءَ تمام گهڻي ترقي حاصل ڪئي. 1853ع ۾ هن شهر ۾ پاڻيءَ جي فراهميءَ لاءِ ملير نديءَ ۾ نوان کوهه کوٽايا ويا ۽ 1859ع ۾ ڪياماڙيءَ کان ڪينٽ تائين ريلوي لائين وڇائي وئي. هن جو سڀ کان وڏو ڪارنامو اهو آهي ته هن 1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ لپي ۽ صورتخطي مقرر ڪرائڻ لاءِ سنڌي عالمن جي ڪاميٽي، سر ايڇ. بٿرو ايلس جي سربراهيءَ ۾ مقرر ڪرائي، ان کي حتمي شڪل ڏياري ۽ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ دفتري زبان جو درجو ڏياريو. هن 1857ع ۾ هڪ فرمان ذريعي سنڌيءَ کي سرڪاري ۽ دفتري زبان بنايو ۽ حڪم ڏنو ڪا به درخواست صرف سنڌيءَ ۾ لکيل قبول ڪئي ويندي ۽ جي فارسيءَ ۾ لکيل هوندي ته ان

سان سنڌي ترجمو شامل ڪيو وڃي، ٻيءَ صورت ۾ ٻڌڻ ۾ نہ ايندي.

فريئر آڪٽوبر 1859ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو. جتان هن کي ترقي ڏيئي بمبئيءَ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. ڪجھ وقت هيءُ ڏکڻ آفريڪا ۾ بہ رهيو. هن 29 مئي 1884ع تي "سري" جي "ومبلڊن" شهر ۾ وفات ڪئي. سندس نالي سان ڪراچيءَ ۾ فريئرهال ۽ "فريئر روڊ" مشهور آهن.

**باردانو:** واپاري اصطلاح ۾ اهو ٻوجهو جيڪو اناج، ڦٽين، ٻُھہ وغيره وجهڻ لاءِ ڪم اچي. مثلاً ڳوڻ، ڪَٿو، ٻوجهو وغيره. عام ماڻهو اُن کي "باڙدانو" بہ چوندا آهن. گهڻو ڪري وڏن واپارين کي جيترين ڳوڻين جي گهرج هوندي آهي، انهن سڀني لاءِ لفظ "باردانو" ڪم آڻيندا آهن.

**بارش:** برکا، مينهن. تفصيل لاءِ ڏسو "برسات".

**بارَڪ زَئي:** دُراني پٺاڻن جو هڪ قبيلو. افغانن جي هڪ قبيلي جي رئيس "زيرڪ" جا ٽي پُٽ هئا: پوپل، اَلڪو ۽ بارڪ. انهن ٽنهي مان مستقل قبيلا سڏيا ويا يعني پوپل زئي، الڪوزئي ۽ بارڪ زئي. جيڪي سدوزئي قبيلي کان پوءِ افغانستان جا حڪمران بڻيا. انهن جي حڪمرانيءَ جي شروعات امير دوست محمد خان کان ٿي. امان الله خان کان پوءِ محمد نادرشاهہ بادشاهہ ٿيو. جيڪو امير دوست محمد خان جي ڀاءُ سلطان محمد خان جي اولاد مان هو.

**بارگاهہ**[1]: قديم دؤر ۾ ايران ۽ روم جي حڪومتن ۾ "دربار" کي "بارگاهہ" چيو ويندو هو. يعني اُها جاءِ جتي حاڪم ويهي پنهنجن وزيرن سان صلاح مصلحت ڪري، حڪومت جي انتظامي معاملن ۾ حُڪم جاري ڪري، عام ماڻهن ۽ فريادين جا فرياد ۽ عرضدارن جا عرض ٻڌي، نہ رڳو پنهنجي رعيت جي سارسنڀال لهي، پر ٻاهران آيل سفيرن ۽ سوداگرن سان ملاقات ڪري. پوءِ اها جاءِ بادشاهہ جو محلات بہ ٿي سگهي ٿو تہ علحده ايوان بہ ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن حاڪم اُنهي مقصد لاءِ تنبن ۽ شاميانن ۾ ويهي تہ اها بہ بارگاهہ چئبي.

عربن وٽ اڳ ۾ ئي بارگاهہ جو متبادل "صُفہ" هو جنهن کي ڪائونسل ۽ دربار وغيره جي حيثيت حاصل هئي. انهيءَ حوالي سان عربستان جا "اَهل صفہ" مشهور آهن. جيڪي قومن ۽ قبيلن جا فيصلا ڪندا هئا ۽ راجوڻي معاملن ۾ چيڙي نبيري ڪندا هُئا. اڳتي هلي خلفاءِ راشدين جي دؤر کان پوءِ امير معاويہ اسلامي بارگاهہ قائم ڪئي. بارگاهہ ۾ بارياٻيءَ (داخلا) لاءِ ڪي شرط طئي هُئا. جيئن بارگاهہ ۾ فقط اُهو داخل ٿي سگهندو، جنهن کي طلب ڪيو ويندو هو هر عام و خاص کي بنا اجازت ۽ بنا طلب جي وَڃڻ جي اجازت نہ هُوندي هُئي. بارگاهہ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ بہ بنا اجازت جي هليو وڃڻ قابلِ سزا جُرم هوندو هو. حاڪم جيستائين بارگاهہ ۾ ويلو هوندو، سڀني کي ويهڻو پوندو.

آهستي آهستي بارگاهہ جو لفظ خاص الله تعاليٰ جي حضور ۽ دربار لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو جيڪو ادب خاطر "بارگاهہ اِلاهي" اُچارجڻ لڳو ۽ اِهوئي اصطلاح اڄ ڪلهہ دُعائن ۽ مناجات ۾ استعمال ٿيندو آهي. بارگاهہ اِلاهيءَ وانگر "بارگاهہ رسالت" بہ دعائن ۾ استعمال ٿيندو آهي.

**بارگاهہ**[2]: هن نالي سان ضلعي سکر ۾ هڪ ديهہ ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ آباد آهن: 'رياض آباد'، 'ملو مَهر'، 'صوبو مهر'، 'عيدن آباد'، 'سلطان پتڻ'، 'اوتارو رمضان فقير'، 'شهبازي چاچڙ'، 'جنگ مشين'، 'اِريگيشن بنگلو'. ساڳئي تعلقي جي ديهہ چڪ نمبر 5 ۾ 'بارگاهہ' نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**بارلو:** ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهہ. جيڪو گهڻو ڪري چانديءَ مان ٺهرايو ويندو آهي.

**بار ميرا:** هندن جي هڪ ذات جو نالو جنهن ذات جا اڪثر ماڻهو ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا. جيڪي اصل ۾ "باهڙ مير" جا آهن.

**بارو:** ضلعي سکر، تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**بارُود/ باروت:** پوٽاشيئم نائٽريٽ (75 سيڪڙو)، تيزاب (10 سيڪڙو) ۽ ڪاربان (15 سيڪڙو) ملائڻ سان ٺڪاءُ ڪندڙ مصالحو ٺهندو آهي. اوائل ۾ بارود جي دونهين ۽ رک جي چڻي ڪري هٿيارن کي هر ڀيري صاف ڪرڻو



پوندو هو، پر پوءِ جيئن جيئن ترقي ٿيندي وئي، تيئن تيئن بارود سان رک ۽ دونهين جا اثر ختم ٿيندا ويا.

بارود جي ايجاد کي راجر بيڪن يا برٿولڊ شوارٽز (Berthold Schwarz) ڏانهن منسوب ڪيو ويندو هو. پر نئين تحقيق مطابق بارود جي ايجاد 9 صديءَ ڌاري چين ۾ ٿي. يورپ ۾ هن جو رواج 14 صديءَ ۾ پيو. جنهن کان پوءِ جنگ جي طريقن ۾ انقلاب اچي ويو. 19 صديءَ ۾ اهڙا بارود ايجاد ٿيا، جيڪي دونهين کان پاڪ هئا. 1864ع ۾ پروشيا (جرمنيءَ) جي توپ خاني واري ڪپتان ايڊورڊ شلٽز هڪ اهڙو بارود ٺاهيو، جيڪو 1870ع کان پوءِ شلٽز پائوڊر جي نالي سان مشهور ٿيو. گهڻو ڪري شوري ۽ نباتي ريشن جي جزن مان ٺهيل دونهين کان پاڪ بارود جو غالباً پهريون ڪامياب مثال هو. هي بارود بندوقن، شيلڪي ڪارتوسن ۾، دستي بمن ۽ توپ جي گولن چڙهڻ لاءِ استعمال ٿيندو هو. پال ويئيل (Paul Vieille) 1885ع ۾ رائيفلن لاءِ شوري ۾ تَر تيل ڪپهہ، ايٿر ۽ الڪوهل جي ميلاپ سان بارود تيار ڪيو. جيڪو بارود "ب" (Powder-B) جي نالي سان سڏجڻ لڳو ائلفرڊ نوبل (Alfred Noble) بعد ۾ ان ۾ بيلٽسائٽ جو اضافو ڪيو ۽ شوري ۾ تر ڪپهہ کي شوري ۽ گليسرين جي ڪريم ۾ ماري نئون بارود ٺاهيو. ڪارڊائٽ (Cordite) دونهين کان پاڪ هڪ ٻيو بارود آهي، جيڪو سر ايف. اي ايبل ۽ سر جيمز ڊيوار 1889ع ۾ ايجاد ڪيو ان ۾ شوري جي وڏي مقدار ۾ تر تيل گن ڪاٽن ۽ نائٽرو گليسرين هوندي آهي، جن کي ائسيٽون (Acetone) جي مدد سان ڳڍايو ويندو آهي. ان کان سواءِ انڊيورائٽ (Indurate) بارود، سي. اي منرو (Monroe) 1891ع ۾ ايجاد ڪيو ان کان پوءِ اڄ تائين بارود وڏي ترقي ڪئي آهي ۽ سڄيءَ دنيا لاءِ خوف جي علامت بڻيل آهي.

**باري:** تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل 5 ڳوٺ آباد آهن: 'باري'، 'خدابخش پتافي'، 'عظيم چاچڙ'، 'حافظ عبدالسميع چاچڙ' ۽ 'امام بخش ڳبول'. ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ ست ڳوٺ آباد آهن: 'درگاهي جکراڻي'، 'گلاب خان بگٽي'، 'الهہ بخش جکراڻي'، 'جان محمد جکراڻي'، 'ٽڪر خان جکراڻي'، 'وزير خان جکراڻي' ۽ 'ٻيلو خان جکراڻي'.

**باري**[2]: تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪُل ۾ ڳوٺ امير آباد ۽ ’خدابخش عيسائي‘ آباد آهن.

**باري**[3]: باري نالي سان تعلقي جوهيءَ ۾ ڏاڙهياري جبل تي هڪ درويش ”باري پير“ جو آستانو آهي.

**باريجا/ باريچا**: هيءَ ذات اصل ۾ سنڌ جي دادو ضلعي جي رهاڪو آهي ۽ اتان اچي لس بيلي جي ڏريجيءَ واري پاڳي ۾ آباد ٿي آهي. هڪ روايت موجب باريجن جو وڏو ڏاڏو قلندر شهباز جو معتقد هو ۽ سندس تحمل سببان ڪيس ’باري‘ سڏيو ويو ۽ پوءِ سندس اولاد ’باريجا‘ يا ’باريچا‘ سڏجڻ لڳو. لسبيلي ۾ باريچا ”فقير گهر“ ڪري ليکيا وڃن ٿا.

**باريجي**: ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ. هن ديهہ ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: ’بسومل‘، ’سعيد خان‘، ’اوطاق آتومل‘، ’سومار دل‘ ۽ ’صاحب خان لاشاري‘.

**باز**: هڪ قسم جو شڪاري پکي، جيڪو پکين جو بادشاهہ ليکيو وڃي ٿو. سِرڻ ۽ عقاب وغيره جي نسل سان لاڳاپيل آهي. نهايت تيز اُڏامندو آهي. هِن جا پروڏا ۽ زور پريا ٿين ٿا، جنهنڪري ڪڏهن ڪڏهن تمام مٿي اڏامي تِڪ ٻڌي بيهي رهندو آهي. هن جا چنبا تکا ۽ چهنب مُڙيل ٿيندي آهي. هيءَ پرديسي پکي آهي، جيڪو پاڪستان جي اتر وارن جبلن مان اچي ٿو. چترال، سوات، هندوڪش ۽ قراقرم جبلن مان باز اونهاري گذرڻ بعد سيپٽمبر ڌاري



سياري ۾ شڪار سانگي سنڌ ۾ ايندو آهي. سنڌ ۾ گهڻو ڪري ڪوهستان، ٿر ۽ لاڙ جي علائقن ۾ رهندو آهي، مند ختم ٿيڻ تي پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽي ويندو آهي، جتي هن کي شڪار ملي ويندو آهي. هن جو شمار اڻ لپ پکين ۾ ٿئي ٿو. قد بُت ۽ شڪل شبيهہ ۾ سرڻ جهڙو ٿئي. هيءَ ڪانگ، ڪٻر، جهرڪيءَ، ڳيري، تتر، تُلور، پاريهر، ڪبوتر، هرڻن، ننڍن چيلن، ڳهيڻن، سَهَن ۽ ڊانڊي پکين جو شڪار گهڻي انداز ۾ ڪندو آهي. باز، بنيادي طرح هڪ خاص جنس جو نالو آهي، پر سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان هن پکيءَ جي مختلف جنسن لاءِ ”اسم جنس“ طور استعمال ٿيو. ’باز‘ اصل ۾ ماديءَ جو نالو آهي، جنهن جو نر ”ڏُرو“ (جده) ٿيندو آهي، پر سنڌ ۾ باز کي نرجي مفهوم ۾ ئي ڪم آندو ويندو آهي. ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ گهڻا ماڻهو هن پکيءَ کي هاسيڪار ۽ گهڻي ناڻي تي هَٽ ڪري، پالين ۽ پوءِ اُن جي هٿان ننڍن پکين جو شڪار ڪرائي خوش ٿا ٿين. هن پکيءَ جو گوشت نہ کائبو آهي. اُن کي فقط شوق خاطر پالبو آهي. باز جي مختلف قسمن ۾ ڪن جا ڪنبَ ننڍا تہ ڪن جا وڏا ٿين. هن جي نظر تکي ٿيندي آهي. سنڌ ۾ عُموماً سياري جي مند ۾ پکين جو شڪار ڪَرڻ ايندو آهي. بازن جا ٻہ وڏا قسم آهن: گلاب چشم ۽ سياهہ چشم. گلاب چشم يعني ڳاڙهين اکين وارين ٽي جنسون نر ۽ مادي هن طرح ٿين. (1) باز (مادي)، ڙُرو (نر)، (2) باشو (مادي)، بشين (نر)، (3) شڪرو (مادي)، چيڪ (نر). جڏهن تہ سياهہ چشم يعني ڪارين اکين وارن ۾ پنج جنسون ٿين (1) چرخ (مادي)، چرغيلو (نر)، (2) لغڙ (مادي)، جهگڙ (نر)، (3) بحري (مادي)، بحري بچو (نر)، (4) شاهين (مادي)، شهنجو ڪوهيلو (نر)، (5) تُرمچي، يا ڇُرمچي (مادي)، چٽوئو (نر). سنڌ ۾ باز جي قسمن ۾ سينچاڻو ۽ ملهالو بہ شامل آهن.

**بازار**: دڪانن جي قطار وارو هنڌ، جتي هر قسم جو واپار ٿئي. خريد و فروخت وارو هنڌ، جتي مستقل يا عارضي دڪان هجن. ميڙن وارن ڏهاڙن تي بہ عارضي بازار لڳندي آهي. مغلن جي دور ۾ شاهي خاندان جي عورتن لاءِ



سال ۾ هڪ ڀيرو ”مينا بازار“ لڳندي هئي، جنهن ۾ بادشاهہ پاڻ شريڪ ٿيندا هئا. انهن بازارن ۾ لڪين رپين جو واپار ٿيندو هو هن وقت وڏن شهرن ۾ عام ماڻهن جي سهوليت لاءِ ”جمعي بازار“، ”آچر بازار“ ۽ عورتن لاءِ ”مينا بازار“ وغيره جي نالن سان ”بازارين“ جو سلسلو هلندڙ آهي. لفظ بازار شاهہ لطيف بہ هڪ بيت ۾ ڪتب آندو آهي:

نہ سي وونئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريون،
پسيو بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي!

**بازار امير بيگ**: اُها بازار ترخانن جي دور ۾ ٺٽي شهر ۾ مرزا جاني بيگ جي لشڪر جي بخشيءَ ۽ سندس دربار جي امير، مرزا امير بيگ جي نالي هئي. اهو امير سنڌ فتح ٿيڻ (1000هہ/1591ع) بعد مرزا جانيءَ بيگ سان گڏجي اڪبر بادشاهہ وٽ بہ ويو هو ۽ پوءِ جڏهن وري سنڌ جو علائقو مرزا کي واپس مليو، تڏهن ٻين اميرن سان گڏجي هي بہ پنهنجي موٽي آيو.

پورچوگيزن جي حملي ۾ (963 هہ/1555ع) ٺٽي اندر جيڪي شهيدن جا گنج ٿيا، انهن مان هڪ انهيءَ بازار ۾ بہ هو. پورچوگيزن انهيءَ بازار ۾ جيڪي مسلمان شهيد ڪيا، سي انهيءَ بازار ۾ ئي هڪ هنڌ دفن ڪيا ويا. پورچوگيزن جي حملي جو زور ٺٽي ۾ جن پنجن جاين تي زياده هو، تن ۾ اها بازار بہ هئي.

**بازار ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي تعلقي شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ ۾ ملاڪاتيار ويجهو آهي. هي ڍنڍ پيڃاري واهہ جي ڪنڌيءَ تي آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار جهجهو ٿئي ٿو. ان ئي علائقي ۾ هڪ ٻي ڍنڍ راهين پڻ هن جي ويجهو آهي.

**بازار قصايان**: ٺٽي شهر جي مشهور بازار، جيڪا ترخانن جي دور ۾ ٺٽي شهر جي ڏاکڻي حصي ۾ هئي. ٻاهران جيڪي ماڻهو شهر ۾ داخل ٿيندا هئا، تن کي هن بازار مان لنگهڻ ڪانسواءِ ٻيو گس نہ هوندو هو. تنهنڪري هندو واپارين کي انهيءَ علائقي مان گذرڻ تي تڪليف ٿيندي هئي، جو عام طرح هن بازار ۾ ڳئي گوشت جو گهڻو وهنوار هو.

نواب مريد خان، جيڪو نئون مسلم هو، ٺٽي شهر ۾ آيو، تڏهن هن شهر جي قاضي محمد حسين ڏانهن پيغام موڪليو تہ مون سان گڏ راجپوت گهڻي تعداد ۾ آهن، تنهنڪري في الحال احتراماً گوشت جي بازار بند ڪرائجي. پر قاضي صاحب گوشت جي دڪانن بند ڪرائڻ بجاءِ دڪانن کي وڏيڪ سينگارڻ جو حڪم ڏنو مجبور ٿي نواب صاحب کي، راجپوت لشڪر سميت انهيءَ بازار مان لنگهي حاڪم ڏانهن وڃڻو پيو.

**باز محمد جوڻيجو، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر باز محمد جوڻيجو 1947ع ڌاري، ضلعي دادوءَ جو ڳوٺ "پاٽ" ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ، 1970ع ۾ يونيورسٽي آف پنجاب مان بي. وي. ايس سي ۽ بي. ايس. سي (اي- ايچ) جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1975ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان، ايم. ايس. سي ڪيائين. 1970ع کان 1973ع تائين، وٽنري اسسٽنٽ سرجن جي حيثيت سان پڻ ڪم ڪندو رهيو. 1977ع تائين ڪيوريٽر، زولاجيڪل گارڊن حيدرآباد جي عهدي تي فائز رهيو. ان کان پوءِ



1983ع تائين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ 1989ع تائين ڊزيز انويسٽيگيشن آفيسر رهيو. 1993ع تائين سينٽرل وٽرنري ڊائگنوسٽڪ سينٽر ٽنڊي جام ۾ ڊائريڪٽر ۽ ان بعد ڊائريڪٽر وٽرنري سنڌ رهيو. ان بعد سنڌ جي ائنيمل هسبينڊريءَ جو ڊائريڪٽر به رهيو. ڊاڪٽر باز محمد جوڻيجي، سنڌ ائنيمل هسبينڊريءَ کي متعارف ڪرائڻ لاءِ، سنڌ جي ڪيترين ئي اخبارن ۽ رسالن ۾ پنهنجون قلمي ڪوششون جاري رکيون. سندس ڪاوشن ۽ ڪوششن سان، ڊيري فارمر ۽ ان ڪم ۾ دلچسپي رکندڙ ماڻهن لاءِ "ڊيري گائيڊ" نالي هڪ ڪتاب ڇپجي چڪو آهي، جيڪو هن ڊاڪٽر عابد ٿهيم ۽ ڊاڪٽر سعديه سان گڏجي تيار ڪيو.

**بازُو بَنْدُ:** هڪ قسم جو ڳهڻ، جيڪو ٻانهن جي نُونٽ کان مٿي، ڏَوري تي ٻڌبو آهي. بازوبند ۾ لُڏندڙ جُهومڪا به ٿيندا آهن. هيءُ ڳهه سونَ يا چانديءَ مان ٺهندو آهي.

**بازيدپور:** تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ هڪ ڳوٺ ۽ هڪ ديهه جو نالو.

**بازيگر:** رسيءَ تي چڙهي حيرت انگيز ڪرتب ڏيکاريندڙ. هڪ قسم جو ڪبوتر، جيڪو هوا ۾ بولاٽيون ڪائي. اڪثر ميلن ملاکڙن ۾ بازيگر ماڻهن کي وندرائڻ لاءِ ڪرتب ڏيکاريندا آهن.

**بازيگر[2]:** هڪ قبيلي جو نالو جيڪي اڪثر ڪيل تماشو ڪري گذران ڪن. تعلقي لاڙڪاڻي جي ديهه "شاهنواز" ۾ بازيگرن جو ڳوٺ موجود آهي.

**بازيگر** (Bazigar) (ٻولي): هن ٻوليءَ جا هندوستان توڙي پاڪستان ۾ ڳالهائيندڙ رهن ٿا. 1981ع جي رپورٽ موجب هندستان ۾ هن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو تعداد 58236 هو هي ٻولي هندوستان جي هرياڻا، چنڊي ڳڙهه، دهلي، گجرات، هماچل پرديش ۽ پنجاب ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. جنهن ۾ پاڪستان جي ڪشمير واري حصي ۾ هن جي ڳالهائڻ وارا موجود آهن. جيڪي گهڻو ڪري بازيگريءَ جو ڌنڌو ڪن.

هي ٻولي دراوڙي آکهه جي ٻولين مان آهي. بازيگر ذات آهي. هي گهڻو ڪري بازيگريءَ جو ڪم ڪن. اهي پنجابي ۽ هندي ڳالهائين. تعليم ۾ هڪ سيڪڙي کان گهٽ آهن.

**باسَ:** سُکا، نذر، مذهبي اصطلاح ۾ اها شيءِ، جيڪا خدا تعاليٰ، ڪنهن درويش يا بزرگ پير فقير جي مجتا ۾ باسيل هجي، انهيءَ اميد سان ته جي مراد پوري ٿئي ته هيءَ خيرات ڪبي، ڪا ڳُني ڪبي، خوشي ڪبي يا ڪو صدقو ڪبو.

اڪثر اهو عقيدو عام آهي ته باس باسيل هوندي ته ان جي پوري ٿيڻ تي ضرور ڏجي، نه ته چوندا آهن ته باس نه ڏيڻ سان نقصان ٿيندو. تنهنڪري عام ماڻهو ڪنهن درگاهه يا مرشد جي مزار تي وڃي پڙ چاڙهين، لنگر رڌي فقيرن کي کارائين ۽ اهي سڀ رسمون ڳائي وڄائي ادا ڪيون وينديون آهن.

**باسپتي/ باسمتي:** چانورن جو هڪ قسم. چانورن جو هيءُ قسم سنڌ، پنجاب، ڪشمير ۽ سرحد ۾ ٿيندو آهي. انهن چانورن جا به گهڻائي قسم آهن. باسپتي چانورن جو هڪڙو جدا قسم آهي، جنهن کي 'جوشي' يا 'سيلا' چوندا آهن. انهن چانورن جي سارين کي فصل لهڻ کان پوءِ وڏن لوهي ڪڙاهن ۾ وجهي، ٺهڪائيندا آهن، جن کي پوءِ 'سيلا' يا 'جوشي' چوندا آهن.



**باسڪاري:** ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. آڏاٽي جي پيرڙين وارين ڪانين مان هڪ ڪاني، جيڪا تاڃيءَ جي تندن کي هيٺ مٿي ڪري. رواجي هڪ رنگي ڪپڙي جي آڏاٽي ۾ جيڪو رَڇ ٽنگبو آهي، ان جي تاڃيءَ کي هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ به پيرڙيون ٿينديون آهن. جن کي باسڪاريون چوندا آهن. هڪڙي باسڪاري تاڃيءَ جي تندن کي مٿي ڪرڻ لاءِ ۽ ٻي هيٺ ڪرڻ لاءِ اهي باسڪاريون اوجي لاءِ نهايت ضروري آهن.

**باسڪٽ بال:** 'باسڪٽ بال' هڪ راند آهي، جيڪا پهريائين آمريڪا ۾ شروع ٿي. هن راند ۾ ٻن ٽيمن جا پنج پنج رانديگر حصو وٺندا آهن. باسڪٽ بال جي ڪورٽ جي ٻنهي سرن کان ڏهن ڏهن فوٽن جي ٻن ڊگهن لڪڙن يا پائپن تي هڪ تختو هوندو آهي ۽ ان تختي جي وچ ۾ ارڙهن انچ قطر جو سوراخ ٿئي ٿو جنهن ۾ جاري هوندي آهي. جنهن کي باسڪٽ يعني ٽوڪري چئبو آهي. ان مان بال کي ٽپائي پوائنٽ حاصل ڪئي ويندي آهي. مقرر وقت تائين جيڪا به ٽيم وڌيڪ بال اُن ٽوڪريءَ اندر ٽپائيندي آهي، اُن کي ڪامياب قرار ڏنو ويندو آهي.



**باسني:** چمڙي يا ڪپڙي جي ڳوٿري، جنهن ۾ پئسا وجهي چيلهه سان ٻڌندا آهن. ان کي بدي ۽ واسڻي به چوندا آهن.

**باسَڻُ:** ڌاتوءَ مان ٺهيل ڪوبه ٿانءُ سنڌ ۾ فقط هندو ماڻهو "ٿانوَ" کي "باسڻ" چوندا آهن. مسلمان "ٿانءُ" يا "برتن" چون.

**باشو:** "باز" جو هڪ قسم. 'باشو' اصل ۾ 'بشين' باز جي مادي آهي، جنهن جون اکيون گلابي پيليون ٿين ۽ عام بازن کان ننڍو ٿيندو آهي. باز جو هي قسم به خراساني آهي، هن جا پر ننڍا ٿيندا آهن. پر اُڏام ۾ تمام تيز آهي. هن سان تترن ۽ وهين جو شڪار ڪيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن سرڻ (هِلَ) تي به ڇڏبو آهي.



**باعِيدُ:** دادو ضلعي ۾ هن نالي سان ٻه ديهون آهن: هڪڙي تعلقي سيوهڻ ۾، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ موجود آهن: 'جمالي'، 'گل شير'، علي حسن شاهاڻي'، 'مڪيڪي'، 'پيرزادو'، 'آدرشيرو'، 'ڪڏي'، 'ڄرات'، 'تاجو جي'، 'ميرمحمد شيرو'، 'طيب پيرزادو' ۽ 'حيات شاهه'. ٻي ديهه تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'باعيد'، 'احمد خان لغاري'، 'شاهي خان لغاري'، ۽ 'گولي جو ديرو'.

**باعيد سانگي:** تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان 5 ڳوٺ آباد آهن: 'پيڏا'، 'دولت کهڙو'، 'تاج خان جتوئي'، 'محمد رمضان جتوئي' ۽ 'فقير واهه'.

**باغ:** اهو زمين جو ٽڪر، جنهن تي ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي جمالياتي ذوق مطابق وڻ، ٻوٽا ۽ ساوڪ پوکي سينگاريو هجي. ننڍي باغ کي "باغيچو" چوندا آهن. اها زمين، جنهن ۾ ميون وارا گهاٽا وڻ ۽ گل ٻوٽا پوکيل هجن، اُن کي گلزار ۽ چمن جي نالن سان به سڏيندا آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي، فارسي ۽ هندي ٻولين جا ڪيترائي نالا آهن، جيڪي سڄي باغ يا باغ جي ڪنهن به حصي جي ترجماني ڪندڙ آهن، جيئن: 'چمن'، 'گلزار'، 'مرغزار'، 'گلستان'، 'بوستان'، 'روضه'، 'جنت'، 'فردوس' ۽ 'حديقه'. 'چمن' باغ جي انهيءَ مرڪزي حصي کي چوندا آهن، جتي ويهڻ جو انتظام هجي، ڇپر يا ساوڪ سان سدا بهارا ٿاهي، پاسن کان گل ڦل پوکيل



هجن. 'گلزار' اهو هنڌ، جتي قدرتي طرح پاڻمرادو گل ڦل ڦُٽا هجن يا پنهنجي ڪوشش سان گل پوکجن. 'مرغزار' قدرتي چراگاهه ۽ وِيءَ، جتي ساوڪ هجي. 'گلستان'، جنهن هنڌ گل پوکيل هجن. هن کي 'بوستان' به چئبو. 'بوستان'، هيءَ عربي لفظ "بُستان" آهي، جنهن کي 'حديقه' جو مترادف قرار ڏنو ويو آهي. جيتوڻيڪ عام استعمال ۾ وسيع معنيٰ رکي ٿو. باغ کي به بوستان جي بدران استعمال ڪندا آهن. 'جنت' لفظ جو مادو ''جِن'' آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڍڪڻ، پهرڻ (پوش). 'جنت' ان باغ کي چوندا آهن، جنهن جي وڻن زمين کي ڍڪي ڇڏيو هجي. انهن گهاٽن وڻن کي به 'جنت' سڏيندا آهن، جن زمين کي ڍڪي ڇڏيو هجي. 'فردوس' عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي باغ، بستان، سرسبز وادي، روضو. 'الزجاج' جي لکڻ موجب فردوس اُها جاءِ آهي، جتي اُهي سڀ شيون جمع هجن، جيڪي بُستانن ۾ ٿينديون آهن. خاص ڪري انگورن جي باغ کي به 'فردوس' چيو وڃي ٿو. 'حديقه' ميويدار وڻن واري هنڌ کي چئبو آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته حديقه اهو وڻن وارو باغ آهي، جنهن جي چوڌاري ڀت آيل هجي. خصوصاً انگورن ۽ کجور جي باغ کي حديقه چوندا آهن. ٻني ٻاري جي معنيٰ ۾ به حديقه استعمال ڪندا آهن.

باغن جو سلسلو قديم زماني کان هلندو اچي ۽ انساني تهذيب ۾ باغن کي هميشه اهميت حاصل رهي آهي. آدم جي ظهور سان گڏ اسان کي باغ جو ذڪر ملي ٿو: وَ قُلْنَا يَا اٰدَمُ اسْكُنْ اَنْتَ وَ زَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلَا مِنْهَا رَغَدًا حَيْثُ شِئْتُمَا (البقره) ۽ ٻئي ڏس ڪتاب "پيدائش-2" جتي لکيل آهي "۽ خداوند خُدا عدن ۾ اوڀر ڏانهن هڪڙو باغ لڳايو ۽ آدم کي، جنهن کي هن ٺاهيو هو اُتي رکيو... ۽ عدن مان هڪ ندي باغ کي آباد ڪرڻ لاءِ نڪتي". دنيا جي قديم ترين باغن جي وجود جو ثبوت اسان کي مصر ۽ چين ۾ ملي ٿو. مصر جي هڪ ديوار تي باغ جو نقشو واضح آهي، جنهن ۾ حوض به آهي، جنهن ۾ ٻدڪن، ٻين آبي جانورن، ولين ۽ ٻوٽن جا نقش نگار چٽا ڏنل آهن. انهيءَ حوض جي چوگرد ميويدار وڻ ۽ گلن وارا ٻوٽا به ترتيب سان نقش ٿيل آهن. چين ۾ باغ عام طرح قدرتي پيداوار آهن، جن جو نقشو چيني مصوريءَ جي نمونن ۾ ملي ٿو. چين جي باغن، جاپانين کي به متاثر ڪيو. جڏهن اسين يونان جي باغن تي نظر وجهون ٿا ته سڪندر جي زماني ۾ به اُتي باغن جو وسيع سلسلو نظر اچي ٿو. رومن قوم به (اٽليءَ ۾) يوناني باغن جي طرز تي باغن کي ترقي وٺائي.

اسلامي دور ۾ به مسلمانن باغات کي گهڻي ترقي وٺائي، جو اهي قرآني جنت جي تصور کان متاثر هئا. اڪثر آيتن جو مفهوم آهي ته: نيڪ اعمالن جي جزا جنت جي شڪل ۾ ملندي آهي، اها نجات ۽ امن جي جڳهه آهي، ان جا پاسبان دعا ۽ سلامن سان جنت ۾ ايندڙن جو استعمال ڪندا آهن. ڪافور ۽ زنجيل مليل چشما، وهندڙ نهرون، وڻڪار واريون واديون، شاهاڻا شان شوڪت، قيمتي وڳا، اعليٰ زيور، موتين وانگر پکڙيل سهڻا ٻارڙا، سون ۽ قيمتي جواهرات جا جڙادار اُچا تخت، قطارن ۾ صندلن تي سينگاريل گاديلا، باغن ۾ طبقا ۽ ڏاڪا، باغ ۾ وڃڻ لاءِ بيشمار دروازا، بي انتها وسعتون، دعوتن جو اهتمام، سون چانديءَ ۽ جواهرات جا محلات، والدين، زال ۽ اولاد جي صحبت، محبت ۽ مسرت ۾ هڪٻئي سان جُهڪيل خوش گفتاري. مطلب ته جنت ۽ باغ جي لفظ سان جنسي ۽ روحاني، ٻنهي قسمن جي نعمتن سان ڀرپور خوشيءَ واري زندگي مراد آهي، جنهن ۾ نه ڏک آهي نه ڏاکڙو ۽ نه خوف آهي، نه خطرو، جتي هر قسم جون خوشيون ۽ نعمتون ڪثرت سان موجود آهن ۽ هر تمنا پوري ٿيندي آهي. قرآن شريف جي جنت واري باغ جي تصور سان، مسلمان حڪمرانن پنهنجي پنهنجي دور ۾ باغات کي بارونق بنائڻ ۾ خاص ڌيان ڏنو. وچ مشرق، مشرق ۽ يورپ ۾ مسلمانن جي باغبانيءَ جي شوق جي سلسلي جا ڪيترائي ڪارناما تاريخ جي زينت بڻيل آهن.

سنڌ پرڳڻو قديم تهذيب جو مرڪز رهيو آهي ۽ سنڌو درياهه، سنڌ لاءِ قدرت جو تحفو آهي. هتي نهرون، واهه، ڪڙيا ۽ ڪسيون جام آهن. تنهنڪري سڄو ملڪ ڄڻ ته باغ مثل آهي. هر هنڌ وڻڪار آهي. ساوڪ ۽ سبزي جو انت نه آهي. اسلام جي فتوحات وقت به سکر، بکر، سيوهڻ، منصوره ۽ ديبل ڄڻ ته گلزار بڻيل هئا. عربن جي فتح کان پوءِ جيڪي سياح سنڌ ۾ آيا، تن سنڌ جي سرسبزيءَ، خوشحاليءَ ۽ امن امان متعلق ساراهه جا ڍڪ ڀريا آهن. ويندي ٽالپر اميرن جي دور تائين سنڌ کي جنت نشان بنائڻ ۾ مسلمانن جو وڏو هٿ رهيو آهي. سنڌ، سمن جي دور ۾ باغات کان مشهور هئي. ايتري قدر جو ماتليءَ واروسڄو تعلقو 'فتح باغ' جي نالي سان مشهور هو. ان کان سواءِ گهڻيون ديهون ۽ ڳوٺ اڄا به "باغ" جي نالي سان مشهور آهن. جيئن 'ٻاروچو باغ' ۽ 'باغ يوسف' وغيره. انگريزن جي دور ۾ جڏهن مسلمانن کان زمينون ۽ جاگيرون کسي اُنهن کي سمورن معاشي وسيلن کان محروم ڪيو ويو، تڏهن هندو سيٺين به ڪن شهرن ۾ انگريزن جي مدد سان پنهنجن نالن سان باغ باغيچا ٺهرايا. جهڙوڪ: 'مکي باغ' ۽ 'ڍولڻداس جو باغ'، تجر باغ وغيره. انگريزن پنهنجي دور ۾، سرڪاري (ميونسپل جي طرفان) خرچ تي هر هنڌ باغ ٺهرايا.

ڪراچيءَ ۾ 'گانڌي گارڊن'، 'جمشيد نسروانجي باغ'، 'ڪوڙي گارڊن' ۽ 'رام باغ' وغيره. حيدرآباد شهر ۾ انگريزن جي دور جا هيٺيان سرڪاري باغ موجود آهن: 'داس گارڊن' جيڪو موهنداس ڪرمچند گانڌيءَ جي نالي سان مشهور آهي. ٻيو 'راڻيءَ وارو باغ' جيڪو راڻي وڪٽوريا جي نالي تي ميونسپل جي خرچ تي قائم ڪيو ويو.

سنڌ ۾ عام روايت آهي ته هن ڪائنات جو پهريون انسان حضرت آدم عليه السلام هو. جيڪو جنت مان نڪريو ويو ته سندس نزول واديءَ سنڌ ۾ ٿيو. هڪ ٻيءَ روايت موجب آدم، سلون (سرانديپ) ۾ "جبل آدم" تي لٿو. هن واري روايت جي تصديق طور چيو وڃي ٿو ته ڪڇ واري علائقي ۾ حضرت آدم جي ٻني، اڄا موجود آهي. جيڪا ڏاڏي آدم جي ٻنيءَ جي نالي سان مشهور آهي.

**باغ**[1]: هن نالي سان ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلق قنبر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻني لشڪر خان'، 'لَٺو'، 'بختيار ٻرڙو'، 'علي محمد شابراڻي'، 'راضي خان بجاراڻي' ۽ 'باغ بنگلو'.

**باغ آئينہ**: شهنشاهه همايون، جڏهن (1542ع ۾) تباهه حال ٿي، ٿورن رفيقن ۽ عيال سميت اچي عمرڪوٽ پهتو، تڏهن عمرڪوٽ جي حاڪم راڻي 'ويرسال' سوڍي سندس آجيان ڪئي ۽ ڪيس پنهنجو ڪوٽ خالي ڪري ڏنائين. هن ٿي ڪوٽ ۾ 14 آڪٽوبر 1542ع (رجب مهيني جي آچر ڏينهن 949هه) تي شهنشاهه جلال الدين اڪبر ڄائو. عمرڪوٽ ۾ ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ همايون موجوده بدين ضلعي جي 'جوڻ' شهر ۾ اچي رهيو جتي جي باغن ۾ ميون کان سواءِ سلامتيءَ ۽ سڪون وارو ماحول ڏسي پنهنجي حرم کي عمرڪوٽ مان گهرائي، 'جوڻ' ۾ 'باغ آئينہ' ۾ اچي رهايائين. اهو تاريخي باغ پوءِ به صديون آباد هو جنهن جا انب، هر سال اڪبر بادشاهه کي دهليءَ ۾ موڪليا ويندا هئا.

**باغ اِرَم**: يمن جي بادشاهه "شداد بن عاد" جو نهرايل باغ، جنهن ۾ داخل ٿيڻ سان شداد گذاري ويو. (اهو استعاري طور "باغ ارم" يعني بهشت جو باغ سڏبو آهي). شداد ظالم بادشاهه هو. مخالفن کي برداشت ڪري نه سگهندو هو. جيستائين مخالف جيئرا هوندا هئا، تيستائين ڪين عذاب ڏيندو رهندو هو. آخري گهڙيءَ تائين به ڪين معاف نه ڪندو هو. انهيءَ ڪري سنڌي معاشري ۾ شداد ڪافر جي نالي سان اصطلاح "شداد ڪافر وارو وير رکڻ" رائج آهي.

**باغائي سيد**: ٺٽي شهر جي محلي پائي خان ۾ سيد محمد باقر ۽ سيد محمد طاهر استر آبادي رهندا هئا، جيڪي پوءِ باغائي سيد سڏجڻ لڳا ۽ اڄ تائين انهيءَ لقب سان مشهور آهن. انهن مان سيد قطب شاهه باغائي پي. سي. ايس آفيسر ٿيو جيڪو هن وقت رٽائر ٿيل آهي.

**باغبان**[1]: سترهين صدي عيسويءَ ۾ سيوهڻ سرڪار جي هٺ هيٺ آيل پرڳڻو تعلقي دادوءَ ۾ هڪ آڳاٽو قلعو تاريخي شهر جتي مخدوم بلاول رحه جو مقبرو آهي. آڳاٽي وقت ۾ باغبان پرڳڻي ۾ به وڏا ڳوٺ هئا: هڪڙو نڪڙ ۽ ٻيو باغبان. ٻئي ڳوٺ گڏ "نڪڙ باغبان" سڏبا هئا، حالانڪ ٻئي ڳوٺ هڪٻئي کان پري هئا. نڪڙ ميهڙ تعلقي ۾ آهي ۽ باغبان ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ کان ڇهه ميل پري اتر اولهه طرف آهن.

ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ باغبان پرڳڻي ۾ مَلڪ، پنهور، ابڙا، دَل، ڪيبر، اوٺا، لاڪيا، راڄپر ۽ سميجن مان ٽي قبيلا جوٺيجا، پريا ۽ ٻگهيا پرامن شهري سڏبا هئا. اُهي ڪنڊڪوٽ، چني ۽ ٿيبن جي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. سميجن جو چوٿون قبيلو هو ٿيبا، جيڪي ارڏا هوندا هئا. مٺن شاهه بيگ ارغون گهڻو ڏاڍ ڪيو هو. امن پسند خواجا به پرڳڻي ۾ رهندا هئا. 'باغبان' وارو علائقو سيوهڻ کان اتر طرف آهي. 'ڳاها' نالي ٻي جوءِ، سيوهڻ کان ايڪيهه ميل اتر اولهه طرف هئي. تاريخن ۾ 'ڳاهن' کي 'ڪاهان' ڪري لکيو ويو آهي. سر هينري اليٽ جو چوڻ آهي ته 'ڪاهان' جي علائقي واري جوءِ، "مري" قبيلي جي قبضي هيٺ ايراضيءَ ۾ موجود آهي. سال 1840ع ۾ بمبئي ريجمنٽ جي اتي رهڻ وقت اهو تجربو ٿيو ته اهو علائقو بچاءَ جي نقطهءِ نگاهه کان اهم هو باغبان ۽ ڳاها ٻئي آئين اڪبريءَ موجب سيوهڻ سرڪار جا محال (تعلقا) هوندا هئا. باغبان ڳوٺ جي پرسان ٿي مخدوم بلاول جو مقبرو آهي. 1522ع ۾ باغبان جي رهاڪن مخدوم بلاول جي چوڻ تي شاهه بيگ ارغون جو مقابلو ڪيو انهيءَ ڪري شاهه بيگ (ارغون) مخدوم بلاول رحه کي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪرايو هو گهاڻي ۾ پيڙجڻ کان پوءِ ڪيس هتي ئي دفن ڪيو ويو اُتي هر ماهه پهرئين جمعي جي رات ميلو لڳندو آهي. دادوءَ کان لاڙڪاڻي ڏانهن سفر ڪندي، جيڪا پهرين اسٽيشن اچي ٿي، سا به "مخدوم بلال هالٽ" سڏجي ٿي.

**باغبان**[2]: "باغبان" تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'غلام پنهور'، 'ڏيتي جي مياڻ'، 'علي خان پنهور'، 'مَلڪ پنهور'، 'پيرزادو'، 'سومار قنبراڻي'، 'غازي خان جمالي'، 'باغبان'، 'ڏينگاڻ پنهور'، 'اميربخش جمعدار'، 'حاجي اسماعيل ڪوسو'، 'دوداڻي پنهور'، 'خيرمحمد پنهور' ۽ 'انب پنهور'.



**باغباني**: باغبانيءَ مان مراد ميون، ڀاڄين ۽ گلن ڦلن وارا ٻوٽا پوکڻ آهي. هيءُ فن نهايت پراڻو آهي. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته مختلف ميون ۽ ٻوٽن جو ذڪر هزارين سال اڳ ۾ به هو اڄ کان تقريباً چار هزار سال اڳ، ڏاڙهون، بادام وغيره پوکيا هئا. سڪندراعظم جي حملي وقت سنڌ ۾ انب ۽ ڪيلن جا ٻوٽا ملن ٿا. موجوده دور ۾ هيءُ فن صنعت جي حيثيت سان رائج ٿي چڪو آهي. هاڻي باغ معاشي ضرورت جي خيال سان لڳايو وڃي ٿو باغ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:

(1) باغ جي لاءِ موزون آبهوا ۽ زمين موجود هجي. (2) باغ مارڪيٽ جي ويجهو هجي. (3) شهر يا مارڪيٽ گهڻو پري هجي ته باغ پڪي ۽ سٺي روڊ تي هجي. (4) باغ واريءَ زمين ۾ زير زمين پاڻيءَ جي ليول گهڻي هيٺ هجي. (5) باغ جي پيچ لاءِ پاڻي گهڻي انداز ۾ موجود هجي. (6) تجارتي پيماني تي باغ لڳائڻ لاءِ مزور آسانيءَ سان ملي سگهن.

سنڌ جي ميداني علائقي ۾ حيدرآباد، ميرپورخاص، ڪوٽڙي بئراج ۽ نوابشاهه جا ضلعا آبهوا جي لحاظ کان ميويدار علائقا آهن. هونئن سڄيءَ سنڌ ۾ انب ۽ ڪيلا پوکي سگهجن ٿا.

**باغ پٽي**: ضلعي سکر جي ٻني عاقل تعلقي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'باغ پٽي'، 'ڏاتر ڏنو ڪلهوڙو'، 'ماڻڪ جتوئي'، 'ورايو موچي'، 'محمد جنگوئي'، 'ڪرم علي جتوئي'، 'پير ڦُل ڪلهوڙو' ۽ 'واحد بخش ڪلهوڙو'.

**باغ جو پٽڻ**: بدين ضلعي ۾ هڪ قديم شهر ۽ پٽڻ جو نالو پراڻ درياهه جي ڪناري تي باغ جي پٽڻ (هنگار شهر) جا کنڊر موجود آهن. باغ جو پٽڻ، پراڻ جي الهندي طرف هو ۽ مشهور واپاري بندر هو. 1819ع واري زلزلي کان پوءِ جڏهن درياهه پنهنجو وهڪرو ڦيرايو ته هي علائقو ويران ٿي ويو.

**باغ دلڪشا**: هيءُ باغ لاهور کان ٽي ميل اولهه ڏانهن راويءَ جي ڪناري تي آهي. اڳ ۾ باغ دلڪشا جي نالي سان سڏبو هو. پر هاڻي 'جهانگير جي



مقبري' جي نالي سان مشهور آهي. ايراضيءَ 1538 فوٽ هر چورس آهي. چئني ڪنڊن تي پنجن منزلن جا 100 فوٽ اوچا منارا آهن.

**باغ شرڌانند**: سکر ۾ ميونسپل ڪارپوريشن جي آفيسن وارين حدن ۾ هڪ باغيچو آهي، جيڪو هن وقت ميونسپل پارڪ سڏبو آهي. ان جو اڳ ۾ مشهور نالو "باغ شرڌانند" هو. سکر جي ان باغ جي ان ڪري اهميت آهي، جو ان تي اڪثر نالا تبديل ٿيندا رهيا آهن. جڏهن اهو باغ ويهين صديءَ جي شروع ۾ قائم ٿيو ته ان جو نالو 'منگل باغ' رکيو ويو. چوته شهري اڪثر ڪري تفريح يا ڪچهرين خاطر ان باغ ۾ ايندا هئا. ان جو ڪارڻ اهو هو ته اهو اوچو باغ هو ۽ درياهه جي هوائن جي رخ تي هو. 1947ع کان پوءِ ان باغ تي نالو "غازي عبدالرشيد" رکيو ويو. پر هوريان هوريان اهو نالو به نه هلي سگهيو. هاڻي عام طور هن باغ کي "ميونسپل پارڪ" سڏبو آهي.

**باغ علي شاهه**: هيءُ شاهه صاحب، سيد ڏنل شاهه پڪ واري (تعلقي شڪارپور) جو طالب هو. جيڪو وري شاهه نصيرالدين نقشبندي نوشهري فيروز واري جو طالب هو. باغ علي شاهه سلوڪ وارو فقير هو. سنڌس ڪي ڪافيون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن.

**باغ فدڪ**: عربستان ۾، خيبر جي اُتر طرف هڪ بستيءَ ۾ واقع باغ جو نالو. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن جڏهن خيبر فتح ڪيو، تڏهن مُحيصه رضه بن مسعود کي باغ فدڪ جي مالڪ يوشع بن نون وٽ موڪليائون. هن بنا جنگ جي هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ باغ فدڪ جي پيدائش جو اڌ حصو هر سال خراج طور ڏيڻ قبول ڪيو.

نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن جي وفات کان پوءِ انهيءَ باغ جي پيدائش اهڙيءَ طرح تقسيم ٿيندي رهي، جيئن نبي سڳوري جي حياتيءَ ۾ ٿيندو هو. خليفي متوڪل (47- 232هه/ 61-846ع) انهيءَ باغ کي رياست جي ملڪيت ڪري ڇڏيو.

**باغ فردوس**: ضلعي جيڪب آباد ۾ ڳوٺ خدابخش لغاريءَ جي سامهون، محمد شفيع شجري هڪ باغ ٺهرايو هو. جيڪو 'باغ فردوس' نالي سان مشهور آهي. شجري ڪو وقت افغانستان ۽ ايران ۾ گذاريو هو. فارسي ٻولي اُتان سکي آيو هو. شجري جو لقب به پاڻ تي اُتان رکائي آيو. عام طرح آغا شجري سڏيندا هئس. ڪجهه وقت کان پوءِ هن کي باغ تيار ڪرڻ جو شوق ٿيو. سو مرحوم محمد امين کوسي کيس پنهنجي ڪڙين جي ڪناري تي هڪ کوهه کٽائي ڏنو ۽ زمين باغ لاءِ منظور ڪرائي ڏني. کوهه جو افتتاحي ڪوڏر لپو حضرت پير شيخ عبدالرحمان صاحب پرچونڊي شريف واري اچي هنيو ۽ اهڙيءَ طرح هيءُ باغ ٺهيو.

**باغ محمد 'بيشڪ' جوکيو**: ناميارو سگهڙ، شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. جنگشاهي ريلوي اسٽيشن (ضلعي ٺٽي) کان اتر طرف ڪوهستاني علائقي ۾ 30 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي مشهور تاريخي ڳوٺ "مالماڙيءَ" ۾ 1908ع ڌاري ڄائو. سنڌس والد جو نالو سکيو خان ۽ ڏاڏي جو نالو جان محمد هو. ذات جو جوکيو ۽ پاڙي جي لحاظ کان ڪليپوٽا جانواٽي آهي. ناميارو سگهڙ ۽ شاعر سونهارو فقير جوکيو باغ محمد جو چاچو هو.

باغ محمد 'بيشڪ' معمولي پڙهيل لکيل انسان هو. صرف ابتدائي ٽي درجا گورنمينٽ پرائمري اسڪول جاتيءَ (ٺٽي) ۾ پڙهيو جتي پنهنجي مامي وسند خان مرحوم وٽ، جيڪو ان وقت (برٽش دؤر ۾) پوليس ڪاتي ۾ ملازم هو، رهندو هو. ديني تعليم جنگشاهيءَ جي ديني مڪتب ۾ پڙهيو جتي سنڌس استاد حاجي دلمراد جوکيو هو. علائقي جو نيڪ مرد رئيس وليداد خان سنڌس همر مڪتب هو. 20 سالن جي عمر ۾ باغ محمد کي جاتيءَ ۾ ڪنهن نازنين سان نينهن لڳو. انهيءَ مستيءَ واري ڪيفيت ۾ شاعري شروع ڪيائين ۽ مجاز جون حدون ٽپي حقيقت جي منزل تي پهتو. باغ محمد اٽڪل 75 ورهين جي ڄمار ۾ 26 فيبروري 1984ع مطابق/27 جمادي الاول 1404هه تي وفات ڪئي. سنڌس آخري آرام گاهه سندن آبائي قبرستان، جنگشاهي پير، لڳ جنگشاهي ريلوي اسٽيشن تي آهي.

**باغو فقير/ باگو فقير**: هيءُ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ هڪڙو امير هو. سنڌس پيءُ جو نالو مرزو فقير هو، جيڪو بهادر شخص هو ۽ سلطان جنگ جو لقب مليل هيس. ميان صادق علي خان ڪلهوڙو سنڌ جي گاديءَ تي هو. ميان عبدالنبي، حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ قلات جي خان ۽ جوڌپور جي راجا کان مدد وٺي آيو. تڏهن مرزو فقير ۽ سنڌس پٽ باغو فقير، لشڪر گڏ ڪري راجپوتن سان وڙهيا ۽ کين پڇائي ڪيدائون. 1196هه/1781ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ لڳي ته باغي فقير ڏاڍي بهادري ڏيکاري. وري جڏهن ميان عبدالنبي، تيمور شاهه جي لشڪر کي چاڙهي وٺي آيو تڏهن به باغي فقير ان لشڪر کي شڪست ڏيئي پڇائي ڇڏيو.

**باغ ۽ باغباني (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي، جنهن ۾ باغبانيءَ جي فن جي ڄاڻ ڏنل آهي. هن رايل سائيز ڪتاب ۾ 272 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ٻارهن آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپو ڪراچيءَ طرفان سال 1897ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي بورڊ جي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1960ع ۾ ڇپايو. جيڪو ڊيمي سائيز ۾ 414 صفحن تي مشتمل آهي.

**باغياري**: تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ابراهيم پنجابي'، 'بهادر خان ٻبر'، 'حاجي هاشم ٻبر'، 'الهجڙيو ٻبر'، 'رضي ٻبر'، 'حاجي ابراهيم ٻبر'، 'سيفل خان ٻبر'، 'غلام حيدر ٻبر'، 'عطا محمد ٻبر'، 'محمد عرس سولنگي'، 'روحل خان جمالي'، 'محمد بخش جمالي'، 'خدا بخش' ۽ 'حاجي شير خان جمالي'.

**باغي، حليم**: سنڌي ٻوليءَ جي مزاحمتي شاعر حليم باغيءَ جو اصل نالو عبدالحليم ولد محمد سومار ساند آهي. هن 13 مارچ 1963ع تي تاريخي ڳوٺ روحل واهِ لڳ عمرڪوٽ، ضلعي ميرپورخاص ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول حاجي ڪالي خان کوسي ۽ ثانوي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول عمرڪوٽ مان ورتائين. ايم. اي (سنڌي) ۽ بي. فارميسي، سنڌ



يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. بي. ايڊ ۽ ايم. ايڊ پڻ (95-1996ع ۾) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس مامو جمن دربدر پڻ شاعر آهي. اهڙيءَ طرح جڻ تہ شاعري حليم باغيءَ کي گهران ئي ورثي ۾ ملي. هن 78- 1977ع ڌاري شاعري شروع ڪئي. غزل، نظم، وائي ۽ بيت هن جي پسند جون صنفون آهن. حليم باغيءَ جا نظم مزاحمت ۽ رومان جا شاهڪار آهن. جن سنڌ جي ڪيترن نوجوان شاعرن کي متاثر ڪيو آهي، پر عام پڙهندڙن کي بہ اهي ڏاڍا پسند اچن ٿا. حليم باغيءَ جو نالو جديد سنڌي شاعريءَ ۾ نوجوان ٽهيءَ اندر نمائنده شاعر طور مڃيو وڃي ٿو. سندس شاعريءَ جو مجموعو ”شهرِ جانان“ ٽي ڀيرا شايع ٿيو آهي. حليم باغي هاءِ اسڪول عمرڪوٽ ۾ H.S.T آهي. تازو سندس ڳوٺ ’روحل واهِ‘ ۾ ضلعي انتظاميہ ’حليم باغي لئبرري‘ قائم ڪئي آهي.

**باغي ڏوري وارو دڙو**: هيءُ دڙو ديهہ ”باغي ڏوري“ تعلقي ميرواهہ، ضلعي خيرپور ۾ ٺريءَ جي شهر کان پنجن ميلن جي فاصلي تي آهي. هتي ڪافي ٺڪرائو موجود آهي. هن دڙي جي هيٺان ڪِيڻ وهائيندي ٽي پراڻا کوهہ هٿ آيا آهن. اهو دڙو ۽ کوهہ شرف الدين پنجابيءَ ڳوٺ جي پرسان آهي.

**باغي منڊل ڪراچي**: ’باغي منڊل‘ جي نالي سان هڪ ادبي ادارو، سنڌي ٻوليءَ جي اديبن، شاعرن، موهن پنجابي، شيخ اياز ۽ ٻين دوستن 1947ع جي ابتدا ۾ فريئر روڊ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيو. هن اداري پاران پهريون ڪتاب، شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو ”سفيد وحشي“ جي نالي سان اپريل 1947ع ۾ موهن پنجابيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز جي 65 صفحن تي مشتمل هو. جنهن جي ابتدا ۾ شيخ اياز جو هڪ حقيقت افروز مهاڳ ڏنل آهي. جون 1947ع ۾ ساڳئي اداري پاران شيخ اياز جو ترتيب ڏنل موهن پنجابي، شيخ اياز، امرلعل پنجواڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻين جي ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب ”اسان جي سنڌ“ ڇپايو ويو. ڪتاب ”اسان جي سنڌ“ ۾ شيخ اياز جيڪو فڪري مهاڳ لکيو آهي، ان کي پڙهي، سندس ان وقت جي ادبي، سماجي، اقتصادي ۽ قومي شعور کي داد ڏيڻو پوي ٿو. باغي منڊل جا هي ڪتاب سنڌي ترقي پسند ادب جي دنيا ۾ وڏو مقام رکن ٿا.

**بافتو**: هڪ قسم جو سوٽي ڪپڙو، جيڪو اڻ رڳيل اڇي سُٽ مان ٺهندو آهي. اڳ ۾ ڪپڙي جو بر عام طرح هڪ وال يا گز (ٽي فوٽ) هوندو هو، پر هاڻي ڏهائي نظام موجب هڪ ميٽر رکيو ويندو آهي. بافتي جو اوجو ٻن قسمن جو رکندا آهن. هڪڙو سنهيءَ تند وارو، جنهن مان اوجي کان پوءِ ڪپڙي جو رنگ ميرانجهڙو ٿيندو آهي، جيڪو ڌوٻڻ کان پوءِ ڦول جهڙو اڇو ٿي پوندو آهي. اڻ ڌوتل ڪپڙي کي ڪورو بافتو چوندا آهن.

سوڙين ۽ پٿرائين جون ڇِهون بافتي مان ٺاهيندا آهن. ٻيو تہ انهيءَ ڪپڙي کي رڱي ٻين گهٽن ڪمن ۾ آڻيندا آهن. ٻيو ٿلهيءَ تند واري بافتي جو اوجو گهاٽو ٿئي ۽ ڪپڙو بہ مضبوط ٿئي ٿو انهيءَ ڪپڙي مان پائڻ جا وڳا، پوش، چادرون ۽ پردا وغيره ٺهندا آهن. قديم دور کان سنڌ جو سوٽي ڪپڙو سڄيءَ دنيا ۾ مشهور رهيو آهي. ٻاهريان واپاري ۽ سوداگر بہ پنهنجي وکرن ۾ سنڌي ڪپڙي جي خريداريءَ کي پسند ڪندا هئا، خاص ڪري سوٽي ڪپڙو ۽ اُن جون ٻيون جنسون. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ بہ يورپي واپارين طرفان سنڌ جو ٺهيل سوٽي ڪپڙو خريد ڪيو ويندو هو اڄ بہ سنڌ جي سوٽي ڪپڙي کي ساڳيءَ طرح ٻاهرين دنيا ۾ پسند ڪيو وڃي ٿو بافتو سنڌ جي سوٽي ڪپڙي جي خاص ۽ اهم جنس آهي. جنهن کي واپاري ٻوليءَ ۾ ’ڪورو لٺو‘ چيو ويندو آهي.

**باقراڻي**: هڪ ذات جو نالو آهي. باقراڻي لاڙڪاڻي ضلعي جو تعلقو هئڻ سان گڏ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو بہ آهي. باقراڻي تعلقي ۾ عظيم هاري اڳواڻ حيدربخش جتوئيءَ جو ڳوٺ بکوديرو ۽ مشهور علمي اداري گل حيات انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر، مشهور اديب ۽ استاد پروفيسر ڊاڪٽر محمد پناهہ جو ڳوٺ خير محمد آريجا بہ آهي.

**باقراڻي مدرسو**: هيءُ مدرسو پراڻي آباد ڳوٺ باقراڻي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ قائم آهي. جتي قرآن شريف جي تعليم ڏني وڃي ٿي. هن مدرسي مان ڪيترا حافظ فارغ ٿيا. 1950ع واري ڏهاڪي ۾ مولوي نورمحمد دايي هيءُ مدرسو باقراڻي ڳوٺ ۾ قائم ڪيو. سال 68- 1967ع ۾ سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ حافظ محمد اها جاءِ سنڀالي. مدرسي ۾ پري پري جا شاگرد بہ حصول درس لاءِ ايندا آهن. جن جي کاڌي ۽ رهائش جو انتظام پڻ ٿيل آهي.

**باقر سنائي**: ڪامريڊ باقر سنائي ڪميونسٽ، هاري ڪارڪن ۽ انقلابي شاعر هو. هن 1922ع ڌاري ڳوٺ گائنچا وڏا (سن شهر کان 8 ڪلوميٽر اتر طرف درياهہ جي ڪپ تي آباد) ۾ هڪ غريب هاري لال بخش گائنچي جي گهر ۾ جنم ورتو 1928ع ۾ سندس پيءُ کيس ڦرهيءَ تي ڳوٺ جي اسڪول ۾ داخل ڪرايو. ٻہ درجا مس پڙهيو تہ ڳوٺ جو وڏيرو فضل محمد، اسڪول جي استاد مولچند سان نہ ٺهيو ۽ اٿبٽ سبب استاد تنگ ٿي پنهنجي ڳوٺ هليو ويو ۽ وري نہ موٽيو. ائين ڳوٺ جو اهو اسڪول وري نہ کليو. باقر ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃڻ جي سگهہ ساري نہ سگهيو ۽ پيءُ سان هاريءَ ۾ هٿ ونڊائڻ لڳو. ڪجهہ عرصي بعد هو لاڏي اچي ڪلري ڳوٺ ۾ ويٺو. جتي سندس پيءُ گذاري ويو. ڪجهہ عرصو ريلوي ۾ نوڪري ڪيائين. تن ڏينهن ۾ سندس ملاقات سائين عنايت الله ’ڏمچر‘ سان ٿي. ماستر عنايت الله روزانو سائين جي. ايم. سيد وٽ ڪچهري ڪرڻ لاءِ سن ويندو هو تہ باقر بہ ساڻس گڏ هوندو هو. جي. ايم. سيد ماستر عنايت الله گائنچي کي چيو تہ چوڪر کي شاهہ جو رسالو پڙهاءِ ۽ ائين چئي هن شاهہ جو رسالو باقر کي ڏنو. سائين عنايت پيرن، تعليم ۽ ٻين معاملن تي بيت ٺاهي ڏيندو هو. جيڪي ٽوليون ٺاهي ڳوٺ جي گهٽين ۽ چوڪن تي ڳائيندا هئا. باقر سنائيءَ علائقي ۾ پير پرستي ۽ توهم پرستيءَ خلاف عملي جدوجهد ڪئي. ڳوٺ ۾ سائين عنايت سان گڏجي حفاظتي ڪميٽي ٺاهيائين، جنهن هارين کان بيگر وٺڻ خلاف مهم شروع ڪئي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اڳواڻ عزيز سلام بخاري بہ سندس ڳوٺ ۾ ايندو هو.



1956ع ۾ نواب شاهہ ۾ هڪ پرنٽنگ پريس ۾ ڪمپازيٽر طور ڪم ڪرڻ لڳو. ائين سندس ناتو باضابطہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان ٿيو ۽ ائين پارٽيءَ جو ڪُل وقتي ڪارڪن بڻيو. باقر سنائي الائي هاري تحريڪ ۽ چمبڙ هاري تحريڪ ۾ بہ سرگرم رهيو. ان کان علاوه نواب شاهہ، ٽنڊي محمد خان ۽ ٺٽي جي علائقي ۾ بہ هارين لاءِ گهڻو ڪم ڪيائين. جڏهن پارٽي نظرياتي اختلافن سبب روس نواز ۽ چين نواز گروپن ۾ ورهائجي ويئي تہ هن ڪامريڊ عزيز سلام بخاري، احسان عظيم ۽ ٻين ساٿين سان گڏ چين نواز لائين اختيار

ڪئي. سندس پهرين دور جي سائين ۾ جام ساقي، قاسم پٽرءِ ۽ ٻيا ڪامريڊ شامل هئا. باقر سنائي 4 ڊسمبر 2000ع ۾ ڳوٺ ڪلريءَ ۾ وفات ڪئي.

سندس انقلابي شاعري ان دور ۾ گهڻو مقبول هئي، جنهن کي هو جلسن ۽ ڪچهرين ۾ سُر سان جهونگاريندو هو ۽ ڪيترائي دوست مختلف هارين جي پروگرامن ۾ اها شاعري ڳائيندا به هئا. وفات بعد سندس دوستن هن جي زندگيءَ بابت "ٻري جن ٻاري" ڪتاب ڇپايو (ڏسو: ٻري جن ٻاري).

**باقر شاهہ جيلاني:** پير باقر شاهہ ولد پير محمد معظم شاهہ جيلاني، ٽائي بولاخان جي جيلاني پيرن جو سجاده نشين هو. سندس خاندان نصرپور جي جيلاني پيرن جي شاخ مان هو. جيڪو صديون اڳ بغداد مان هجرت ڪري نصرپور ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو هو. پير باقر شاهہ 24 جمادي الثاني 1292هه/ 1875ع ڌاري ڄائو. قابل استادن کان ديني تعليم حاصل ڪيائين. والد جي وفات کان پوءِ مريدن کيس پڳ ٻڌائي. سندس مريدن جو دائرو وسيع هو. خاص ڪري ڪوهستان، ٺٽي ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ اهي اڪثريت سان آباد آهن. پير صاحب مريدن کي هميشہ اخلاق ۽ تقويٰ جي تلقين ڪندو هو. سنڌ جي مکيہ خاندانن سان سندس دوستاڻا تعلقات هوندا هئا. سال 1382هه/ 1962ع ۾ 90 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

**باقرو:** تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**باقيات از احوال ڪلهوڙه (ڪتاب):** فارسي ٻوليءَ جو هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي محنت سان ترتيب ڏنل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي ڪلهوڙا حدن بابت متفرقہ مواد ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ ميان نورمحمد جي هڪ وڏيڪ تاليف، غلام شاهہ جي دور ۾ جدا جدا پرڳڻن جي پيدائش ۽ ڪلهوڙا حاڪمن جي اولاد مان ميان محمد ڪلهوڙي جي، ڪمپني سرڪار کي حڪومت جي واپسيءَ لاءِ ڏنل درخواست ۽ ڪي ٻيا عنوان شامل آهن. هيءُ ڪتاب پهريون ڀيرو، سال 1994ع ڌاري ڇپجي پڌرو ٿيو.

**باڪسنگ:** هيءَ هڪ راند آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ٺونشيبازي' چئجي ٿو هن راند ۾ پاڪستان جي ڪاميابي ايشيائي سطح ۽ سيف گيمز جي سطح تائين شاندار رهي آهي. جڏهن تہ 1986ع جي سيول اولمپڪ (ڪوريا) ۾ پاڪستان ۽ سنڌ جي ڪراچي شهر جي نوجوان باڪسر حسين شاهہ پهريون ڀيرو ڪنجهي جو تمغو حاصل ڪري، پائنٽس ٽيبل تي اچڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏنو هو پروفيسر ڊاڪٽر انور چوڌريءَ، ملڪ ۾ باڪسنگ جي راند کي سُلي شهرت ڏني آهي.



سنڌ ۾ باڪسنگ جي راند اٽويهين صديءَ کان هلندڙ آهي. سنڌ جي هر شهر ۾ باڪسنگ جي مقابلي جا مرڪز آهن. جن ۾ خاص ڪري حيدرآباد ۽ ڪراچي شهرن جا مرڪز مشهور آهن. ڪراچيءَ جي لياري ۽ بغدادي ايراضيءَ ۾ رهندڙ خصوصاً مڪراني باڪسنگ جا شوقين آهن. پاڪستان کان گهڻو اڳ ڪراچي شهر ۾ باڪسنگ جون ڪلبون هيون. جن ۾ نوجوان رانديگر فن جو مظاهرو ڪندا هئا. پاڪستان کان اڳ ڪراچيءَ جي برٽي گومز نالي رانديگر سڄي هندستان ۾ باڪسنگ جي مقابلن ۾ ٽرنلو مچائي ڇڏيو هو هن 1928ع ۾ ڪلڪتي ۾ آل انڊيا باڪسنگ چيمپيئن شپ کٽڻ جو اعزاز حاصل ڪيو هو. ڪراچيءَ جي هڪ ٻئي باڪسر "بليڪ جئڪ" پڻ وڏي شهرت حاصل ڪئي هئي. سندس ئي همعصر سليمان عرف سِلُو بہ سٺو باڪسر هوندو هو باڪسنگ



جي دنيا ۾ عالمي سطح تي محمد علي ڪِلي، جَو فريز، جارج فورمئن، مائڪ ٽائسن ۽ راڪي مارڪيانو مقبول ترين رهيا.

باڪسنگ راند جي شروعات تاريخ کان آڳاٽي وقت ۾ ڪنهن وقت شروع ٿي آهي. ان جو قديم ترين ثبوت سمير (عراق) جي پنج هزار سال پراڻن آثارن مان مليو آهي. جنهن ۾ بہ "ٺونشيباز" آمهون سامهون بيهي مقابلو ڪري رهيا آهن.

مائنان (Minoan) تهذيب جي آثارن مان پڻ هڪ ديوار واري چترڪاريءَ ۾ بہ نوجوان ٺونشي بازي ڪندا نظر اچن ٿا جن جي هٿن ۾ گلوز بہ پاتل آهن. اها تهذيب 1500-900 قبل مسيح جي آهي. ان راند غالبا قديم روم جي آڪاڻن مان مقبوليت حاصل ڪئي. راند جا تمام گهڻا اصول ۽ ضابطا آهن ۽ مختلف جوڙن جا رانديگر پاڻ ۾ مقابلو ڪندا آهن.

**باڪَ:** هيءُ لفظ فجر جي مهل لاءِ ڪم ايندو آهي. جو ان مهل سڄ جا ڪرڻا اُهاءِ ڏيندا آهن ۽ ڪرڻن جو سهائو ٿيندو آهي. انهيءَ مهل کي 'باڪ' انهيءَ ڪري چوندا آهن. جو 'باڪ' جي معنيٰ آهي پرهہ، اهجاڻ، سڄ اُبرڻ جو اُهاءُ، يعني اُهواُهاءُ، سڄ اُبرڻ جو اڳواٽ جڻ تہ اطلاع آهي يا اهجاڻ آهي.

ڦُٽي باڪ، ڦاڪون ٿي ڦولار ۾

(تاجل بيوس)

عموماً اصطلاح آهي 'باڪ ڦُٽڻ'، معني' ڏينهن جي روشنيءَ جو ڦوٽهڙو، صبح صادق جو اُهاءُ، سڄ جي ڪرڻن جي پکيڙ وغيره. ان مهل کي "پرهہ ڦٽيءَ" بہ چوندا آهن.

**باڪ اشاعت گهر:** سنڌ جي علمي ادبي شهر موري مان 1976ع ۾، ڪجهہ اديبن ۽ ادب دوستن 'باڪ اشاعت گهر' جي نالي سان هڪ علمي ادبي سلسلو شروع ڪيو هو. جنهن طرفان ڇهہ پرچا نڪتا. هنن پرچن جو مرتب مشهور اديب ۽ استاد نذير قاضي هو. جڏهن تہ سندس ٻانهن ٻيلي سنڌ جو ناميارو شاعر راشد مورائي هو. ڪتابي سلسلي لاءِ مواد هٿ ڪرڻ ۾ تاج جويو، حاجي خان ڪيريو، عظيم سنڌيءَ ۽ ٻين جو ساٿ رهيو باڪ اشاعت گهر جو پهريون پرچو، "پيڙا جي پروڙ" ۽ آخري پرچو "سچ سياڻي جا ڪري" جي عنوان سان

شايع ڪيو ويو هو. هر پرچو 40 کان 48 صفحن تي مشتمل هو ۽ هر پرچي جي قيمت به رپيا رکيل هئي. هن ڪتابي سلسلي سان وڏن کان وٺي ننڍن اديبن تائين هرڪ جو ساٿ رهيو. هي ڪتابي سلسلو، نامياري اديب ظفر حسن سيد جي پريس، پرفيڪٽ پرنٽرس 474، صدر مان ڇپجندو هو.

**باڪرُو ڏاڙهون:** قنڌاري ڏاڙهن مان نڪتل تازي ڪَڙ کي سُڪائي رکندا آهن. جيڪو پوءِ پسارڪي وکر طور به ڪم اچي ۽ ٻوڙ ڀاڄيءَ ۾ مصالحي طور به ڪم آڻيندا آهن. اُن کي ڏاڙهونءَ جا ڪڻ به چوندا آهن. باڪرو ڏاڙهون مختلف ڀاڄين ۾ ڪَٽاڻ طور استعمال ڪرڻ کان سواءِ، ڪيترين ڦَڪين ڦُوڪارن ۾ استعمال ٿئي ٿو. هي ذائقي ۾ ڪٽو مٺو ٿئي ۽ پسارڪي وکر طور ڪم ايندو آهي.

**باڪريجي:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ’گل حسن مگريو‘ ۽ ’خان محمد گجو‘ نالي ڳوٺ شامل آهن.

**باڪڙا:** لس ٻيلي جي هڪ ذات، جيڪي ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي ’ٻرن‘ جا پائر آهن. انهن مان ”وٽ باڪڙو“ مشهور شاعر ٿيو.

هي اصل ۾ ’بزنجي‘ ذات جي نسل مان آهن. براهم بزنجي جي اولاد مان باڪڙو ٿيو جيڪو پنهنجو علائقو ڇڏي آخر ۾ اچي تيل بِڪَڪ جي پاڙي ۾ رهيو ۽ شادي به ٻڪڪ راڄ مان ڪيائين. کيس چار پٽ ٿيا: ’علي‘، ’زنگي‘، ’مَهُوند‘ ۽ ’سحاق‘. جن مان چار پاڙا ’علي پوٽا‘، ’زنگي پوٽا‘، ’مَهُوند پوٽا‘ ۽ ’سحاق پوٽا‘ ٿيا. باڪڙي کي هڪ ڌيءَ ٿي، جيڪا موٽئي جي گهر ۾ آئي، جنهن مان ’موٽيو‘ قبيلو ٿيو، جن ۾ ’ڪيڪو پوٽا‘ شامل آهن. ڪجهه وقت باڪڙا، چنا ذات جي راڄ سان پيڙا رهيا، پر صاحب نالي ٻري ڪين ڪنهن خون جي عيوض ۾ امداد ڏني ۽ ان وقت کان وٺي باڪڙا ٻرنُ جي راڄ سان شامل ٿيا. سندن خاص ماڳ مڪان سون مياڻي علائقي ۾ تارا ڊگهه، منڙي ۽ پبوٽي آهن. ’علي پوٽا‘ سندن وڏيرا آهن. شاعر وٽ باڪڙو ’سحاق پوٽن‘ مان هو.

**باڪوڙو:** ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’ڪمال الدين ناريجو‘، ’جانب لانڊر‘، ’مولوي عبدالقادر‘، ’جعفر جي مياڻ‘، ’منثار وساڻ‘، ’يوسف جي مياڻ‘، ’ڌيي‘، ’مولوي فتح‘، ’الياس لغاري‘، ’پادريءَ جو ڳوٺ‘، ’موتو پيل‘ ۽ ’سائين بخش ڳوٺ‘.

**باڪُونيو/ واڪُنيو:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هي هندي وڻ جو ڦر آهي، جنهن جو نمونو ڏاڙهونءَ جي مکڙين جهڙو ۽ رنگ ڀُورو ٿئي ٿو. پن شهتوت جي پنن جهڙا، مگر ٿورا وڏا ٿين. بهار جي موسم ۾ ڦر جهليندو آهي. حڪيم هي وکر ٻاراٽين سُتين ۽ ڦڪين طور ڪم آڻيندا آهن.

**باگاٽا:** تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ مڪان جو نالو.

**باگاڻي:** جروار بلوچن جو هڪ پاڙو. هن پاڙي جا ماڻهو تعلقي ٽنڊي الهيار جي ڳوٺ ’بيگن جروار‘ ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهن. لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو هڪ ذات، جيڪا باگي خان لغاريءَ جي نالي پٺيان مشهور ٿي، جيڪو تعلقي موري جي هڪ ڳوٺ جو نالو پڻ آهي. جتان جو مشهور اديب مشتاق باگاڻي مشهور شاعر ۽ اديب آهي ۽ سندس ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن.

**باگراڻي:** ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو بلوچن جو هڪ قبيلو.

**باگري / باگڙي** (Bagri) (ٻولي): هيءَ ٻولي باگڙي، باگڙيا، بورياس ۽ ڀهگڙي جي نالن سان سڃاتي وڃي ٿي.

هن ٻوليءَ جو 62 سيڪڙو لهجو هندي ٻوليءَ سان، 65 سيڪڙو هريانوي ٻوليءَ سان، 66 سيڪڙو مارواڙي ٻوليءَ سان، 75 سيڪڙو سنڌي ٻوليءَ سان، 76 سيڪڙو شيخاوتي ٻوليءَ سان، 65 سيڪڙو ڊنواري ٻوليءَ سان، 47 سيڪڙو گبواري ٻوليءَ سان، 60 سيڪڙو ميواتي ٻوليءَ سان، 70 سيڪڙو جند واري ٻوليءَ سان هڪجهڙائي رکي ٿو هيءَ هڪجهڙائي لفظي، لهجاتي ۽ وياڪرڻي آهي.

هي ٻولي هندوستان جي پنجاب، فيروزپور ضلعن، راجستان، هنومان ڳڙهه، شري گنگا نگر، هرياڻ، سرسا، هسار، مڌيه پرديش کان سواءِ پاڪستان جي سنڌ صوبي جي ٿر واري حصي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هي لاڏائو قبيلن جي ٻولي آهي، ان ڪري اتان جي مقامي زبانن جو مٿس گهڻو اثر رهي ٿو. هي قبيلا گهڻو ڪري هندو مذهب سان تعلق رکن ٿا. ڪي ڪي انگريزن جي سنڌ ۾ صاحبيءَ کان پوءِ عيسائي به ٿيا آهن. پر ثقافتي طور هو هندو مذهب سان لاڳاپيل آهن. سندن پيشو زراعت آهي. 2000 جي آدمشماريءَ جي انگن اکرن موجب هندوستان ۾ هن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو تعداد 1899000 هو.

هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند ايراني، هند آريائي راجستاني ٻولين جي خاندان مان آهي. هن ٻوليءَ جي ڪا به لپي ڪانه ملي آهي. مذهبي جنتر منتر علائقي جي حساب سان اتان جي لپيءَ ۾ لکيا وڃن ٿا. گهڻو ڪري ديوناگري لپيءَ جو استعمال ٿئي ٿو.

**باگڙجي:** سکر ۽ بدين تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو شڪارپور ضلعي جي تعلقي لکيءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ موجود آهن: ’باگڙجي‘، ’گهمرا‘، ’ڪلهوڙي‘، ’ريلوي اسٽيشن باگڙجي‘، ’مزار گنج علي‘، ’صبا‘ ۽ ’پيارو خروس‘. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول آهن. هتي ڇوڪرين لاءِ مڊل اسڪول ۽ ڇوڪرن لاءِ هاءِ اسڪول به آهي. هتي اسپتال موجود آهي. سنڌ جو مشهور تعليمدان آغا تاج محمد اصل هن ڳوٺ جو رهاڪو هو. ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو به باگڙجي آهي.

**باگڙ ديس:** ڪننگهام پنهنجي ڪتاب ”ائنشنٽ انڊيا“ (Ancient India) جي صفحي 247 تي بيان ڪيو آهي ته ”جنهن ملڪ جي راڄڌاني هاڻي بيڪانير آهي، اُن کي قديم زماني ۾ ”باگڙديس“ سڏيو ويندو هو جنهن جو مطلب آهي باگڙين يا ويڙهاڪن جو ديس. سندن اڳواڻ باگڙ راءِ هوندو هو.

**باگڙي:** هندن جو هڪ خانه بدوش قبيلو هيءَ قبيلو ڪاٺياواڙ ۽ مارواڙ مان سنڌ ۾ داخل ٿيو هيءَ سنڌو ماٿريءَ جو قديم قبيلو آهي. پاڪستان کان اڳي هيءَ ڏوهاري قبيلو ليکبو هو. ڇاڪاڻ ته 18 ۽ 19 صدي عيسويءَ ۾ هن قبيلي وارا ٻين ڏوهارين ذاتين سان گڏجي واٽهڙن، مسافرن يا قافلن سان دوستي ڳنڍي، انهن کي نشيدار شيون کارائي، وٽائن سڀ مال متاع ڦري وٺندا هئا ۽ مسافرن کي قتل ڪري کڏن ۾ پوري ڇڏيندا هئا. تنهنڪري انگريزن جي حڪومت ۾ هيءَ قبيلو ڏوهاري ليکبو هو ۽ خانه بدوش ٿي گذاريندا هئا. هنن کي ڪنهن به هنڌ تي ٽن مهينن کان وڌيڪ عرصو رهڻ جي اجازت نه هئي.

لفظ باگڙيءَ جو استعمال، هر انهيءَ هندو، راجپوت يا جت/ جٽ لاءِ ٿيندو آهي، جيڪو باگڙيا، سرسا ۽ حصار جي ڏکڻ اولهه ۾ واقع بيڪانير جي پاسي جو رهاڪو آهي. گرداسپور جا باگڙي سهلريا آهن. جيڪي پنهنجو قبيلو باگڙيا پاگڙ ٻڌائيندا آهن. جڏهن ته ”ناگري“ جي دعويٰ آهي ته اهو قبيلو علاءالدين غوريءَ جي دؤر ۾ دهليءَ مان هجرت ڪري اچڻ وارن راجپوتن مان آهي. پنجاب ۾ سيالڪوٽ واري علائقي ۾ به ڪيترائي باگڙي خاندان رهندڙ آهن. معاشي ۽ اقتصادي حوالي سان، هندو نيچ ذاتين ۾ باگڙي نسل ٻين کان سرس آهي. هاڻي ته وقت گذرڻ سان گڏ سنڌ جي باگڙين ۾ به مختلف تبديليون رونما ٿيون آهن. جڏهن ته سندن شرح خواندگي به وڌڻ لڳي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن اقليت واري قبيلي کي آزادي حاصل آهي. اڄ سنڌ ۾ باگڙين جا ڪيئي ڳوٺ آباد آهن ۽ کين ڌنڌي ڌاڙيءَ جي آزادي آهي. کين

ووٽ جو حق بہ حاصل آهي. هن وقت باگڙي ھنين ۾ مزوري ڪندا آهن، يا ٺيڪي تي کيتي باڙيءَ جو ڪم ڪندا آهن.

**باگو:** مرد جو نالو. عموماً بلوچن ۾، جيئن ’باگوخان‘ وغيره. انهيءَ نالي سان ڪي مشهور ديهون ۽ ڳوٺ بہ آهن.

**باگواهہ:** تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ ۽ وڏي جو نالو.

**باگو ديرو:** لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي قنبر جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: ’باگو ديرو‘، ’سجاول‘، ’فضل‘، ’راهوجا‘، ’علي محمد گاڏهي‘، ’علي شير ڪوسو‘، ’وزير شيخ‘ ۽ ’هوندو مغيري‘. ڳوٺ باگي ديري جي آبادي لڳ ڀڳ بہ هزار آهي. هتي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول آهن.

**باگو ڏهو:** تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ: ’باگو ڏهو‘، ’غلام رسول‘، ’امير بخش ڪولاچي‘، ’جان وزير مرٽاس‘، ’محمد مٺل ڏکڻ‘، ۽ ’صاحبڏنو ڏاندو‘ شامل آهن.

**باگو واهہ:** باگو واهہ، مير باگي خان ٽالپر ھڏايو هو. جڏهن مير باگي خان سنڌ حڪومت مان حصو پتي ڇڏي ڏنو هو. تڏهن سنڌ راڻيءَ کي ساڻ وٺي پنهنجن ماڻهن سان گڏ نريءَ آيو ۽ راڄن جي مدد سان هڪ شاهي واهہ کوٽايائين، جنهن تي هزارين ايڪڙ زمين آباد ٿي. اڳتي هلي هي واهہ سنڌس نالي سان ’باگو واهہ‘ سڏجڻ لڳو. ڪيترا غريب ماڻهو لڏي اچي سنڌس ڪوٺ وٽ ويٺا ۽ اهو هڪ شاهي ڳوٺ بنجي ويو جيڪو اڳتي هلي مير باگي جي نالي سان ”ٽنڊو باگو“ سڏجڻ لڳو.

**باگو وگهامل:** تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهہ جو نالو باگو وگهامل آهي.

**باگيسري/ باڳيشري:** جامع سنڌي لغات ۾ هي لفظ ”باڳيسري“ لکيل آهي. هيءَ ڪافي ٺاٺ جو اوڊو سمپورڻ راڳ آهي. هن جي آروهي ۾ پنجم جو سُر نٿو لڳي. مڌم هن جو وادي سُر آهي ۽ کرج سموادي. پنجم تي زور ڏيڻ سان ڌناسريءَ جو شڪ ٿئي ٿو انهيءَ لاءِ هن سُر کي امروهي بہ ڪمزور لڳائڻ کپي. هن جي ڳائڻ جو وقت اڌ رات آهي. هيءَ سُر اميد ۽ نااميديءَ واري ڪيفيت جو اظهار ڪندڙ آهي.

**بالُ:** بال نالو انگريزي ٻوليءَ مان سنڌيءَ ۾ رائج ٿيو. بال اڪثر ربڙ مان ٺهندو آهي، جنهن ۾ ٽپ کائڻ يا ٽيڙ کائڻ جي خاصيت هوندي آهي. بال هميشہ گول هوندو آهي، پوءِ چاهي اهو ننڍو هجي يا وڏو. البت هرهڪ راند جي بال جي بناوت جدا جدا ٿيندي آهي. جيئن تہ ٽينس راند جي رئڪيٽ سان کيڏڻ وارو بال ننڍي لڏونءَ يا ننڍي ڏاڙهونءَ جيترو ٿيندو آهي. اندران ربڙ جا تهہ هوندا اٿس ۽ مٿان ٻَج وارو ڪپڙو چڙهيل ٿيندو اٿس. سنو بال چين ۾ ٺهندو آهي. سنڌ ۾ ربڙ واري انهيءَ بال کي ’سَت ڪَلو‘ بال بہ چوندا آهن.



ڪرڪيٽ جو بال اندران ڪاڪ (ٻوچ) جي ذرن جو گولڙو هوندو آهي، جنهن مٿان سُتلي ويڙهيل ۽ صفا مٿان چمڙي جو تهہ چڙهيل هوندو آهي. اهڙيءَ طرح پنگ پانگ، ٽيبل ٽينس، والي بال ۽ فٽ بال جا بال جدا جدا مواد جا ۽ جدا جدا ماپ جا ٿيندا آهن. سنڌ ۾ اڳ راند روند ۾ کيڏڻ وارو بال جدا جدا قسمن جو هوندو هو جيڪو اڳڙين تڳڙين کي ويڙهي مٿان آنڪ جي پرت واري ڇاريءَ سان بند ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ قسم جي بال کي ”ڏڙهو“ يا ”کينهُون“ چوندا هئا.



**بالاتنگ:** خاص گهوڙي جي سنجن کي ٻڌڻ لاءِ چمڙي جي پٽي کي بالاتنگ چئبو آهي، جيڪو هني ۽ هني تي رکيل گاشي کي ٻڌڻ لاءِ ڪم ايندو آهي.

**بالاچ:** هڪ ذات جو نالو. بلوچن جو هڪ قبيلو هن نالي سان ڪنڊڪوٽ تعلقي جي ”بجالڪاني“ ديهہ ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**بالاچاڻي:** لغاري قبيلي جي سيرڪاڻي شاخ جو هڪ پاڙو آهي. سنڌ جو مشهور شاعر خليفو نبي بخش بہ هن پاڙي سان تعلق رکندڙ هو.

**بالاچ گُرگيم:** بلوچن ۾ گوريلا لڙائي وڙهندڙ پهرئين شخص ’بالاچ‘ جو تعلق بلوچن جي ’گرگيج‘ قبيلي سان هو. هو ننڍو هو تہ سندس پيءُ ”دودي“ کي سردار ’بيورغ‘ قتل ڪري ڇڏيو ان وقت سندس والده ڪانئس پيءُ جي قاتلن کان بدلي وٺڻ ۽ ’سميءَ‘ جي لٽيل مال واپس آڻڻ جو وعدو ورتو هو. واضح رهي تہ سمي نالي عورت وڏي دولتمند هوندي هئي، ڪيس ڪوبہ اولاد نہ هو. سردار ’بيورغ‘ سندس دولت ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ سميءَ دولت سميت دودي وٽ پناهہ ورتي. بيورغ انا جو مسئلو بنائي، ’سَميءَ‘ کي زوريءَ ’دودي‘ وٽان ڪٽي ويو دودي کي جڏهن ’سَميءَ‘ جي اغوا جي خبر پئي تہ، ’بيورغ‘ سان وڙهڻ ويو جيئن تہ هو اڪيلو هو ان ڪري بيورغ ۽ سندس ساٿين کيس قتل ڪري ڇڏيو.

دودي جي قتل کان پوءِ بالاچ پنهنجو علائقو ڇڏي ويو ۽ ڪجھ عرصي کان پوءِ پيءُ جي قتل جي بدلي ۽ سميءَ جي مال واپس وٺڻ لاءِ بيورغ ۽ سندس ساٿين تي موت بڻجي آيو هو رات جي وقت بيورغ جي علائقي ۾ داخل ٿيو حملو ڪري ڪيترن ئي ماڻهن کي قتل ڪري ڇڏيندو هو. اهڙيءَ طرح سندس سموري حياتي بيورغ خلاف وڙهندي گذري ۽ پاڻ بہ قتل ٿي ويو ڪجھ بلوچ اديبن جو خيال آهي تہ بالاچ خان لسٻيلي ۽ پب واري علائقي ۾ سرگرم ۽ روپوش هو ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ اهو ئي بالاچ اڳتي هلي ’بلاول‘ جي صورت ۾ مقبول ٿيو جيڪو هاڻي نوراني باغ وارو بزرگ آهي. ان راءِ جي حق ۾ بهرحال ڪنهن وٽ بہ ڪو دليل نہ آهي.

بلوچن ۾ اهو نالو رکڻ جو رواج ڏسڻ ۾ اچي ٿو. قومپرست بلوچ اڳواڻ نواب خير بخش مريءَ جي پٽ جو نالو بہ ’بالاچ‘ هو. جيڪو 2007ع ۾ پاڪستان ۽ افغانستان جي سرحد تي مارجي ويو هو.

**بالاحصار قلعو:** پشاور جو قديم جنگي قلعو بالاحصار جي قلعي جو شمار پاڪستان جي تاريخي ۽ قديم عمارتن ۾ ڪيو وڃي ٿو انهيءَ قلعي جو نالو افغان بادشاهہ ”تيمور شاهہ دُراني“ سال 1793ع ۾ رکيو سڪن جڏهن



پشاور تي سوڀ ماڻي، ته سال 1834ع ۾ ان جو نالو 'سامر ڳڙهه' پئجي ويو، پر اهو نالو گهڻي دير تائين هلي نه سگهيو. هيءُ قلعو پشاور جي اتر- اولهه ۾ جوڙايو ويو هو. هاڻي آباديءَ جي وڌڻ ڪري شهر سان ڳنڍجي ويو آهي ۽ ان جو ٿي حصو معلوم ٿئي ٿو. قلعي جي جُڙڻ ۽ جوڙيندڙ جي باري ۾، تاريخ ۾ ڪوبه پتو نٿو پوي. پر عام خيال اهو آهي، ته اهو قلعو مغل بادشاه اڪبر ٺهرايو. سال 630ع ۾ ٻڌ ڌرم جي مذهبي زيارتن لاءِ آيل چيني سياح "هيون سانگ" پڻ انهيءَ قلعي کي فوجي آماجگاهه طور لکيو آهي.

بالاحصار هڪ تمام وڏي ٽڪريءَ نما مٽيءَ جي دڙي تي ٺهيل آهي. همايون بادشاهه جي جلاوطنيءَ کان پوءِ، افغانين انهيءَ قلعي کي وڏو نقصان رسايو. پر ڪابل ويندي همايون بادشاهه قلعي کي ٻيهر اڏائي اتي قيام ڪيو هو. نادرشاهه جڏهن هندستان تي ڪاهه ڪئي، ته خيبر پاس وٽان ٿي ننڍي کنڊ ۾ داخل ٿي، پشاور فتح ڪري، بالاحصار تي قبضو ڪيائين. سال 1834ع ۾، سکن پنجاب کان پوءِ پشاور تي قبضو ڪري بالاحصار ۾ سِک فوج کي رهايو. جڏهن ته 1930ع ۾ آفريدي پٺاڻن بالاحصار تي قبضو ڪيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ بالاحصار تي پاڪستاني جهنڊو ڦڙڪايو ويو.

**بالادي**: "جَت" قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. هن ذات مان رسول بخش بالادي قاضي احمد وارو مشهور استاد ٿي گذريو آهي، ۽ ڪنڌياري جو نوجوان سياستدان آصف بالادي، جيئي سنڌ هلچل جو اهم رڪن آهي.

**بالاڪوٽ**: صوبي سرحد جي ضلعي مانسهره جو مشهور ڳوٺ، جيڪو سمنڊ جي سطح کان 2900 فوٽ بُلند آهي. هندستان کي انگريزن جي غلاميءَ مان آزاد ڪرائڻ لاءِ هڪ حڪمت عملي اها به هئي ته هندستان جي اهڙن علائقن ۾ جلاوطن حڪومت قائم ڪجي، جتان جهاد لاءِ پرپاسي وارن مُلڪن مان مدد ملي سگهي. اِنهيءَ مقصد سان اُتر- الهندي وارن آزاد علائقن کي چونڊيو ويو.

سيد احمد بريلوي شهيد، سکن ۽ انگريزن جي وڌندڙ طاقت ۽ مسلمانن تي سندن ڏاڍ ۽ حڪومت خلاف جهاد جو جهنڊو بُلند ڪيو. شهيد احمد، جهاد لاءِ هندستان جو گشت ڪري مجاهد گڏ ڪرڻ شروع ڪيا. ڪن رياستن جهاد ۾ مجاهد موڪلڻ جو وعدو ڪيو، ته ڪن مالي مدد ڪئي. جڏهن شهيد احمد بريلوي، سنڌ جي وڏي مجاهد پير صبغت الله شاهه راشدي اول وٽ آيو، ته اُن نه رڳو سندس مالي مدد ڪئي، پر 500 مجاهد به سندس حوالي ڪيا. شهيد احمد



جو قافلو دشمن جي جاسوسن کان لڪندو بالاڪوٽ ۾ وڃي رسيو. سيد احمد شهيد جي سڏ تي ڪابل، ڪاغان، گلگت، ديرَ ۽ چترال وغيره جي پٺاڻن ۽ ٻين قومن جي ماڻهن جو ٻي ترتيب هُجوم اچي گڏ ٿيو. جن جهاد جي مقصد کان هٽي عام ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪئي، تنهنڪري عام مسلمانن هن تحريڪ کي اهميت نه ڏني ۽ جيڪي مُجاهد سٺي مقصد سان گڏ ٿيا هئا، سي علحدگي اختيار ڪري ڇڏي ويا. باقي مجاهد سيد احمد شهيد سان گڏ رهيا. آخرڪار دشمنن 24 ذوالقعد 1246هه/ 6 مئي 1831ع ڌاري رات جي تاريڪيءَ ۾ حملو ڪري سيد احمد ۽ سندس جان نثارن کي نماز ۾ ئي شهيد ڪري ڇڏيو. صبح جو لاشن جي ڳڻپ ٿي، ته 500 شهيدن جا لاش ڏنا ويا. پُڇا ڪرڻ تي خبر پئي ته اُهي سنڌ جا باشندا هئا ۽ ڪين بالاڪوٽ ۾ دفن ڪيو ويو.

بالاڪوٽ جو اصل ڳوٺ پنج سؤ فوٽ مٿي دڙي تي آباد آهي. هڪ وڏي نهر اُتر- اولهه واري پهاڙيءَ مان نڪري ڳوٺ مان لنگهندي درياهه ۾ شامل ٿي وڃي ٿي. هڪ ٻي نهر اولهه جي پهاڙن مان نڪري ڳوٺ جي اولهه طرف وهي، اها به درياءَ ۾ شامل ٿي وئي آهي. بالاڪوٽ پهرين به ڪاغان ماڻريءَ ۽ پرپاسي جي ڳوٺن جي هڪ منڊي هو ۽ اڄ به ساڳي حيثيت رکي ٿو. بالاڪوٽ ڳوٺ جي ڏکڻ ۽ اولهه ۾ ۽ پڻ درياهه جي ٻنهي طرفن نوان گهر ۽ بازارون تعمير ٿي ويون آهن ۽ ڪاروبار به عروج تي آهي. ڊاڪ بنگلو به ڪافي وقت جو ٺهيل آهي، جنهن جاءِ تي سيد احمد شهيد جي قبر ٻڌائي وڃي ٿي، هاڻي اُتي چار ديواري تعمير ڪئي وئي آهي. شاهه اسماعيل شهيد جي قبر ڳوٺ کان هڪ ميل جي مفاصلي تي، اتر- اوڀر طرف آهي. بالاڪوٽ جي جنگ ڳوٺ جي اولهه ۾ مٿي، ڪوٽ جي دڙي تي وڙهي وئي هئي.

**بالغن جي تعليم**: اسڪول يا مدرسي ۾ وڃڻ واريءَ عمر کان وڏيءَ عمر (گهٽ ۾ گهٽ 18 سالن جي عمر) وارن ماڻهن جي تعليم. سنڌ جي مدرسن ۾ اڳاٽي زماني کان وٺي خصوصي طور وڏيءَ عمر وارن (بالغن) کي پڙهائڻ جو



سلسلو هلندڙ هو. جنهن مان ڪيترائي اهڙا ماڻهو پيدا ٿيا، جن وڏيءَ عمر ۾ تعليم حاصل ڪري، سنڌ جي خدمت ڪئي.

انگريزن پنهنجي دور حڪومت ۾، هندستان مان بي علمي دور ڪرڻ لاءِ هڪ پروگرام تحت بالغن جي پڙهائيءَ تي توجهه ڏنو. انهيءَ پروگرام هيٺ پهريون پيرو سڄيءَ سنڌ ۾ سال 1939ع ۾ ڇهن مهينن لاءِ بالغن جي تعليم جا مرڪز کوليا ويا، جن ۾ شام جو پڙهايو ويندو هو. ان وقت سنڌ جو وزير تعليم مرحوم پير الاهي بخش هو. ان دور ۾ داخل شاگردن مان 80 سيڪڙو ڪامياب ٿيا. اهو ڪاميابيءَ جو وڏو انگ هو. ٻيو پيرو 50- 1949ع ۾ سنڌ جي تجرباتي طور تي هرهڪ ضلعي مان هڪ هڪ تعلقو بالغن جي تعليم لاءِ ڪنيو ويو. انهيءَ پروگرام ۾ به 50 سيڪڙو ڪاميابي حاصل ٿي. ٽيون پيرو به سنڌ ۾ ناخواندگي دور ڪرڻ لاءِ سال 1975ع ۾ بالغن جي پڙهائيءَ جو پروگرام عمل ۾ آيو. جنهن ۾ سنڌ جي هر ضلعي جي، هڪ هڪ تعلقي مان ڪل 50 اسڪول تجرباتي طور چونڊيا ويا. انهيءَ اسڪيم ۾ آفيسرن جي ڪا به دلچسپي ڪا نه هئي، انهيءَ ڪري اهو پروگرام ناڪام ويو.

**بالغن جي تعليم جي واٽ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 114 صفحا ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپيل آهي. چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپيو.

**بالغن جي تعليم لاءِ استادن جو رهبر (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد واري ڪتاب ۾ 103 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ حيدرآباد طرفان، دي نائيمس پريس، ڪراچيءَ مان سال 1973ع ۾ ڇپايو ويو.

**بالغن جي تعليم لاءِ پهريون ڪتاب (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 88 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۽ نصاب واري ڪميٽيءَ طرفان ڇپيو. ڇاپو پهريون. ماڊرن سنڌ پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ وارن پاڪستان پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1949ع ۾ ڇپايو.

**بالغن جي تعليم لاءِ ڪتاب:** هيءُ ڪتابڙو محمد صديق ”مسافر“ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن. ڇاپو ٽيون. ماڊرن سنڌ پبلشنگ هائوس طرفان، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ شايع ٿيو.

**بالميڪي، والميڪي:** مهارشي بالميڪي/ والميڪي هندومت جي سڀ کان وڏي ادبي تخليق ’رامائڻ‘ جو رچناڪار آهي. هن کي ’آدي ڪوي‘ يعني ’پهريون شاعر‘ هئڻ جو رتبو حاصل آهي. سندس ’رامائڻ‘، سنسڪرت ۾



لکيل آهي. بالميڪيءَ جو اصل نالو ’رتناڪر‘ هو ۽ هُو ترتيا يُگ ۾ گنگا نديءَ جي ڪناري هڪ گهاٽي جهنگ ۾ پنهنجي پيءُ سان رهندو هو. سندس پيءُ ’پراچتس‘ هڪ تپسوي هو جيڪو ٻين سنياسين وانگر ٻيلي ۾ رهندو هو. رتناڪر ننڍي هوندي جهنگ ۾ گم ٿي ويو ۽ ڪنهن شڪاريءَ کي مليو، جنهن هن کي پٽ ڪري پاليو ۽ شڪار ۾ پڙ ڪري ڇڏيو. ائين هو جانورن ۽ پکين لاءِ موت جو ديوتا ٿي ويو. شادي ٿيس، ٻار ٿيس، روزگار جو مسئلو ٿيو ته رهزنيءَ تي لهي آيو. ڪجهه خون به ڪيائين. هڪ ڏينهن هو رهزنيءَ جي خيال کان گهاٽ هنيو ويٺو هو ته ديو رشي نارد پنهنجي ويڻا (بين) وڄائيندو لنگهيو. بالميڪي هن کي هڪل ڪئي ۽ ڏنڊو الاري بيهي رهيو ته ”جيڪي اٿئي ٻاهر ڪڍ، نه ته مٿو ڦاڙي ڇڏيندوسانءِ“. نارد تمام ٿڌائيءَ ۽ سُڪون سان کيس چيو ”مون وٽ ته هن پراڻي ويڻا ۽ ڦاٽل گوڏڙيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي، تون ڀلي اهي ڪڻ. انهن جي ڪري تون منهنجو مٿو ڇو ٿو ڦاڙين؟

نارد جي سڪون ۽ لفظن، رتناڪر جي اندر ۾ آنڌ مانڌ پيدا ڪري ڇڏي.

”... ۽ تون هي پاپ جو ڪم ڇو ٿو ڪرين، جنهن جو ٻار نه تنهنجا ماءُ پيءُ کڻندا ۽ نه وري زال ۽ ٻار... توکي هن پاپ جي سزا اڪيلي سر ڀوڳڻي پوندي!“ نارد چيو هو. رتناڪر کي اعتبار نه آيو ۽ وڃي ماءُ، پيءُ ۽ زال ٻارن کان پڇيائين. انهن به کيس ائين چيو ته تنهنجي پاپ ۾ اسان شريڪ نه آهيون. اسان لاءِ ڪاڏو آڻڻ تنهنجي ذميواري آهي. ان واقعي کانپوءِ نارد مُنيءَ، ’رتناڪر کي ’رام نام‘ جو جپ ڏنو جيڪو هُن ڪيئي سال ويهي ڪيو ان تپسيا دوران هن مٿان ماڪوڙين جي ٻرن مان نڪتل مٽيءَ جو دڙو ٺهي ويو.

بالميڪي يا ’والميڪي‘ جي معنيٰ آهي ”ماڪوڙين جي گهر ۾ ڄاول“. هڪ ڏينهن نارد اچي کيس ماڪوڙين جي اُن گهر مان ڪڍيو ۽ ان ريت مٿس اهو نالو پئجي ويو. ايوڌيا پهچڻ کان پوءِ جڏهن شري رام، سيتا ديويءَ کي تياڳڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هن کي جهنگ ۾ بي يارومددگار ڇڏي ويو تڏهن هوءَ ’بالميڪي آشرم‘ ۾ وڃي پهتي، جتي هن رام جي ٻن پٽن ’لو‘ ۽ ’ڪُش‘ کي جنم ڏنو. هنهي ٻارن جي مڪمل تربيت رشي والميڪيءَ ڪئي ۽ رامائڻ جي رچنا ڪري، اها لو ۽ ڪُش کي ياد ڪرايائين. هندو ڏند ڪٿا مطابق رامائڻ جي رچنا ۾ استعمال ٿيل ڇند هڪ اهڙي سِٽ تي ٻڌل آهي، جيڪا والميڪيءَ هڪ شڪاريءَ کي پاراتي ۾ چئي، ”جهڙي طرح تو هن خوش باش پکين جي جوڙيءَ مان نَر کي ماريو آهي، شال تون به مري پوين!“ چيو وڃي ٿو ته اهو سلوڪ برهما جي طرفان آيو ۽ ان ئي ڇند تي رامائڻ رچي وئي.

**بالوءَ جا قبا:** ڪلهوڙن جي جنگي جرنيل بلاول زرداريءَ جي وفات 800هه ۾ ٿي، جنهن جو مقبرو 18 هين صديءَ ۾ ٺهيو.

بالوءَ جو مقام، ديهه 23 داد، تعلقي ۽ ضلعي نواب شاهه (هاڻي بينظيرآباد) جي، حاجي مني خان زرداري ڳوٺ کان اٽڪل 2 ڪلو ميٽر اولهه ۾ آهي. جڏهن ته زوار ڪوڙي جو ڳوٺ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾، ٻانڊي- نواب شاهه روڊ اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر اوڀر ۾ ۽ نواب شاهه شهر اٽڪل 12 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "94'1 °26 ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ '5'21°68 ڊگرين تي واقع آهي. بالوءَ جو مقبرو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ 6.60x6.60 ۽ اوچائيءَ ۾ 13 ميٽر آهي. ان جي اڏاوت ۾ چيرولي، پڪيون سرون، سيمنٽ، گارو ۽ شيشو وغيره استعمال ٿيل آهي. مقبرو چورس رٿيل آهي. لنگهه اوڀر طرف وڏاوڙي نموني ونگيل در (corbel arched) سان آهي، دروازو ڪاٺ جو لڳل آهي. وڏو ڪڻ ونگو (Recessed Arched) پانيل ۽ اندر تي هڪ مستطيل پانيل لنگهه وٽ ٺهيل آهي. مهاڙيءَ کان سواءِ ٽن پاسن تي 15 عدد مستطيل پانيل



ٽن قطارن ۾ ٺهيل آهن. ڪنڌن وٽ ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. مهاڙيءَ ۾ ڪنگرن کان سواءِ چار برجيون ٺهيل آهن، جن کي وري چار دريون (opening) ڏنل آهن. اڪنڊي گنج (Drum) کي چار روشندان ۽ اٺ برجيون ۽ هر پاسي

سيمنٽ جون جاريون لڳل آهن. گچ جي مٿان اڌگول گنبذ ۽ ان جي مٿان ڪاشيءَ جو ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ جي ٻاهران شيشي جو ڪم ٿيل آهي. گنبذ جو نمونو هوسانگ جي مقبري جهڙو آهي. جيڪو منڊو (Mandu) ۾ سال 1440ع ۾ ٺاهيو ويو هو. مقبرو پاٺيلن سان هر پاسي سينگاريل آهي. ڇتين تي ٽي عدد مستطيل پاٺيل به ٺهيل آهن. مٿي ڪنڊن وٽ ڪنڊ جوڙ (Squinch) ٺهيل آهن. جيڪي مقبري کي اڪنڊو گچ ٺاهڻ ۾ مدد ڏين ٿا. اندران مقبرو گچ سان پلستر ٿيل آهي. حجري ۾ ٻه قبرون ماربل جون ٺهيل آهن. بلاول زرداريءَ جي قبر تي ڪتبو لڳل آهي. هيءَ ڪلهوڙن جو جنگي جرنيل ۽ سفارتڪار هو. مقبري جي سنڀال هئڻ ڪري تمام سٺي حالت ۾ آهي. حڪومت 89-1988ع ۾ هتي ڪجهه مرامت جو ڪم به ڪرايو آهي. هن بزرگ جي نالي سان 'بلاول انسٽيٽيوٽ' قائم ٿيل آهي، جنهن جو ڊائريڪٽر پروفيسر ڊاڪٽر محمد لائق زرداري آهي.

**بالي اقبال:** بالي لاهور جي هيرا منڊيءَ جي مشهور ڳائڻي هئي، هن جو پورو نالو اقبال بيگم هو ۽ عام طرح هوءَ 'بالي' جي نالي سان معروف هئي. لاهور جي هيءَ مشهور ڳائڻي اڪثر نوابن ۽ رئيسن جي تقريبن ۾ ڳائڻ لاءِ



ويندي هئي. سندس حسن جي هاڪ ٻڌي خيرپور جو مير علي نواز 'ناز' مٿس عاشق ٿي پيو. عشق به اهڙو جنهن کي واقعي عشق چئجي. بالي، مير صاحب کي پنهنجي عشق ۾ اهڙو ته گهايل ڪري ڇڏيو جو هوءَ جڏهن لاهور هلي ويندي هئي ته مير صاحب مجبور ٿي وڇوڙي ۾ غزل ۽ ڪافيون ويهي لکندو هو. باليءَ سان مير صاحب 24-1923ع ڌاري شادي ڪئي. شاديءَ کان اڳ مير صاحب کي ڏاڍا ڪشالا ڪڍڻا پيا. وڏي محنت کان پوءِ باليءَ جا پائر ٻٻو خان ۽ فيروز خان راضي ٿيا ۽ باليءَ به ڳالهه مڃي. شاديءَ ۾ مير صاحب دل کولي خرچ ڪيو. مهمانن لاءِ ڪئمپون لڳي ويون، گرميءَ جو زمانو هو. ٺهنڪري ڪکايون لانديون ناهيون ويون، جن تي پاڻي ڇٽڪاريو پئي ويو ته جيئن ٿڌيون رهن. خيرپور ريلوي اسٽيشن واري ڦاٽڪ کان وٺي شهر تائين يڪي ميدان ۾ لانديون ۽ ڪئمپون لڳايون ويون. مير علي نواز خان جي رهائش ۽ شاديءَ جي تقريب لاءِ خاص لانديون به انهيءَ ميدان ۾ ٺاهيون ويون. لاهور، امرتسر دهلي ۽ بمبئيءَ مان 80 کن طائفا گهرايا ويا، جن جي رهائش لاءِ هاءِ اسڪول ۽ بورڊنگ هائوس جون بلڊنگون خالي ڪرايون ويون. بورڊنگ هائوس جي ڪنڊ ڪڙڇ مان طبلي جي ٿاڪ ۽ سارنگيءَ جي رون رون ٻڌڻ ۾ ٿي آئي. ناچ، ڳانا، آتشبازيون، مشاعرا، قصيده خوانيون، وڏن ماڻهن ۽ آفيسرن جون دعوتون، مطلب ته وڏا انتظام ڪيا ويا. مختيار بيگم امرتسريءَ شادي جي موقعي تي خاص ٺمري ڳائي.

"مين توسي ناهين بولون ري!"

ڪيترا ڏينهن مجلسون هلنديون رهيون ۽ شاهي خزانو بيدرديءَ سان لُٽايو ويو.

هڪ ٻي روايت مطابق مير علي نواز ولي عهد ٿيڻ کان پوءِ ولايت گهمڻ ويو ۽ ولايت کان سير تفريح ڪري اچڻ بعد سندس والد مير امام بخش سندس شاديءَ جون تياريون شروع ڪيون. خاندان مان رشتو طئي ڪيو ويو، شاديءَ واري ڏينهن رياست ۾ چلهه ٻارڻ جي اجازت نه هئي، سڀني لاءِ شاهي ڪاڌو عام هو رسم شروع ٿي. آخر ۾ هڪ ڳائڻي (بالي) اڳتي وڌي آئي، ڏسڻ وارن ڪيس ڳائڻي نه پئي سمجهيو اها ڳائڻي جڏهن اسٽيج تي آئي، تڏهن شاهي خاندان جي فرد مير علي نواز جون اکيون ان جي چهري تان هٽيون ئي نه پئي. ڳائڻ وڄائڻ جي محفل کان پوءِ جڏهن نڪاح جو وقت ويجهو آيو ته مير علي نواز خان پنهنجي پيءُ جي هٿ تي هٿ رکي نهايت آهستگيءَ سان چيو ته، 'بابا! آءٌ شادي ڪندس ته ان ڳائڻيءَ سان ڪندس'. مير امام بخش ان پريشانيءَ جي عالم ۾ هڪدم ڏاهپ کان ڪم ورتو ۽ پنهنجي شال ڳائڻي جي ماءُ آڏو اڇلائي حڪم ڪيائين ته هنن کي حرم سرا ۾ وٺي وڃو ان بعد پنهنجي پٽ سوڌو اندر اچي ڪانئس وعدو ورتائين ته 'ٺيڪ آهي تون پهرين ڀلي هن سان نڪاح ڪر، ليڪن بعد ۾ توکي طئي ٿيل خانداني ڇوڪريءَ سان به نڪاح ڪرڻو پوندو'. مير علي نواز راضي ٿيو نڪاح بعد مير امام بخش پنهنجي نُنهن کي "هر رائل هائينيس" جو خطاب عطا ڪيو اهڙيءَ طرح بالي هڪ ڳائڻيءَ مان ملڪه اقبال بيگم بنجي وئي.

مير علي نواز 35 ڊسمبر 1935ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس لاش ڪربلا معليٰ ۾ دفن ڪيو ويو. سندس وفات کان پوءِ باليءَ گوشه نشيني اختيار ڪئي ۽ 1967ع ۾ گذاري وئي. سندس گذارڻ کان پوءِ سندس لاش کي به ڪربلا معليٰ ۾ مير علي نواز 'ناز' جي پير ۾ دفن ڪيو ويو.

**باليڏيرو:** تعلقي (ڪڪڙ) خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'رضا محمد ڏيرو'، 'رحم علي اوٺوال'، 'مبارڪ پرڳڙي'، 'ڪليارا'، 'قائم چڳڙو'، 'يار محمد پرڳڙي' ۽ 'مبارڪ پرڳڙي'.

**بالي شاهه:** دادو ۽ لاڙڪاڻي جي وچ تي ريلوي اسٽيشن آهي.

**بالي "گولي"**: سنڌ ۾ ڪنهن دور ۾ بالي عرف "گولي" مشهور گائڪا ٿي گذري آهي. جيڪا حيدرآباد جي رهواسي ۽ استاد عاشق علي خان جي مکيه شاگردن مان هڪ هئي. سندس ڳائڻ جو انداز به استاد عاشق علي خان جهڙو هو. ٺمري، سندس پسنديده راڳ هو ۽ ان تي ڪيس ملڪو حاصل هو. ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي ڪيس سٺي ڄاڻ هئي. سٺي ڳائڻي هئڻ ڪري ڪيس اڪثر محفلن ۾ مدعو ڪيو ويندو هو.

**بانڀڙي جو دڙو:** هي آثار تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ "رڪ" ڳوٺ جي ويجهو آهن. ماڙيءَ شهر جي ڦٽڻ ڪانپوءِ ان جي ويجهوئي واڻين جي لڏي اچڻ ڪري هڪڙو نئون شهر "بانڀڙو" آباد ٿيو. "بانڀڙو" لڏي آيل واڻين جي چڱي مڙس جو نالو هو انهيءَ وقت ۾ سنڌو درياهه جو وهڪرو 'بانڀڙي' جي پرسان ئي هوندو هو. نيٺ هڪ ڏينهن اهو شهر به درياءَ جي پاڻ ڪري پنهنجو وجود وڃائي ويٺو ۽ اڄ 'بانڀڙي جو دڙو' سڏجي ٿو. 'بانڀڙو' لفظ ممڪن آهي "باپڙو" جو ڦريل اُچار هجي، جيئن پهاڪو آهي ته "هڪ ڏؤ جهلي مينهن، ٻيو باپڙو". هالا شهر ۾ "باپڙا" بازار آهي، جتي رهندڙ "باپڙا" جين ڌرم جا واسطيدار آهن. اتي اڄ اهڙا آثار موجود آهن.

**بانٺ:** وونئڻ مان ڦُٽين جي چونڊي ٿيڻ کان پوءِ وونئڻن جا ٻوٽا سُڪي ويندا آهن، پر اڃا زمين ۾ بيٺا هوندا آهن. انهن کي 'بانٺ' چوندا آهن. غريب ماڻهو اُها بانٺ وڍي، ڪجهه ڏينهن سڪڻ لاءِ رکي، پوءِ اُن مان پَترون ناهي گهر (پونگي) اڏيندا آهن. پوءِ پترن جي سڄي اڏاوت کي مٿان ڇيڻي ۽ مٽيءَ جو راڳو ڏيئي ڇڏيندا آهن. ڳوٺاڻا بانٺ کي "وونٺائيون" به چوندا آهن. لَيُن ۽ وونئڻ وغيره جون سنهيون ڪاٺيون، جيڪي لانديءَ وغيره ٺاهڻ ۾ ڪم اينديون آهن. ڪچيءَ جا ڦرها، جيڪي گهر ٺاهڻ لاءِ ڪم ايندا آهن. لَين يا ڄارين جي لاڪڙ کي به 'بانٺ' چئبو آهي. لاباري کان پوءِ خاص ڪري ڪمند، نيرَ، تماڪ ۽ وونئڻ جي سُنڍن جي ٻيهر اوسر به 'بانٺ' سڏبي آهي.

**بانٺ ڇورو:** پسارڪي وڪر جو هڪ قسم.

**بانٺيري:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. 'فقير محمد ترڪ (پنهون هنگورو)'، 'محمد هاليپوٽو'، 'عدالت علي'، 'محمد بخش کٻر'، 'فيض محمد هنگورجو'، 'ميرو ايسري'، 'حُر لوڙهو'، 'محمد ابراهيم هنگورجو'، 'الهڏنو خاصخيلي'، 'ساهڙ درس'، 'لونگ راڄڙ'، 'ايسر علي نوهڙي'، 'لالو پٽي'، 'اوطاق حاجي حمزه علي'، 'حاجي حميدالله کٻر' ۽ 'مهراڻ سيٺار'.

**بانداهو:** مير حسين بخش خان ٽالپر، ويلل ڪوٽ ميرمحمد خان، ضلعي خيرپور جي راويت مطابق بانداهو خيرپور جي حدن ۾ درياءَ جو ننڍو ڦاٽ هوندو هو. جيڪو رازق ڏني اُڏي جي ڳوٺ وٽان نڪرندو هو ۽ جامڙن، ٻُنگن، سِڪن، ڪنيرن ۽ شينهن جي ڪوهه وٽان ٿيندو، وڏيري ايوب مگڻيجي جي ڳوٺ وٽان درياءَ ۾ پوندو هو. اُن جي ڊيگهه ڏهه ميل هئي.

**باندَرُ:** وڏو ٻولڙو. ٻولڙن جا ڪيترائي قسم آهن، جن مان باندر "تمام ذهين" قسم جو هوندو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ باندر جو نسل ڪونه ٿئي، پر



وڏي ٻولڙي کي عام طرح "باندر" چوندا آهن. اپکنڊ ۾ باندر يا واندر جا ٻه خاص قسم آهن، هڪ سونهري وارن وارو Rhesus ٻولڙو جيڪو هماليه جي ٻيلن جبلن ۾ عام آهي ۽ جيڪو اڪثر ٻولائي فقير بازارن ۾ نچائيندا آهن. ۽ ٻيو قسم لنگور سڏجي ٿو جنهن جو منهن ننڍڙو ۽ ڪارو ۽ پڇ ڊگهو هوندو آهي. هي باندر ڪافي مضبوط سنهڙو ۽ ڦڙت ٿئي ٿو. هندو لوڪ وانر (باندر) کي 'هنومان' سان نسبت ڏيندا آهن. هنومان کي رام جو ڀڳت هئڻ سبب ديوتائي حيثيت مليل آهي.

**باندرو تاڙو:** ٻيڙيءَ جو اصطلاح 'ڪچي' ۽ 'ڏير' جي وچ ۾ ڏگهي ڪاٺي، جيڪا جهل طور ڪم ايندي آهي.

**بانسُ:** هڪ قسم جو وڻ، جنهن جون ڪاٺيون ڊگهيون، پوريون ۽ ڳُريدار ٿين. هن وڻ جون ڪاٺيون اڏاوت ۽ ڪاغذ ٺاهڻ ۾ ڪم اينديون آهن. هيءُ گرم ۽



معتدل ملڪن ۾ سامونڊي ساحل کان وٺي جابلو علائقن ۾ پيدا ٿئي ٿو ڪڏهن ڪڏهن وڻ جي ڊيگهه 80 ميٽر ۽ ٿولهه هڪ فوٽ تائين ٿيندي آهي. بانس جي ڪاٺي مڙندڙ، مضبوط ۽ جهالو ٻه آهي، ان جو رس ۽ پن دواسازيءَ جي ڪم ۾ ايندا آهن. بانس جا گهاٽا ٻيلا ٿيندا آهن. ڏکڻي ۾ ڊگهو بانس 120 فوٽ اُوچو ٿئي ٿو. بانس مان گهر جوڙيا ويندا آهن ۽ فرنيچر ٺاهيو ويندو آهي. هن وقت سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي بانس جي تجرباتي طور پوک ٿئي ٿي. بانس بنگلاديش ۾ عام ٿئي ٿو.

**بانسري/ بانسلي/ بئنسري:** بانسريءَ کي وينا، ۽ ونجلي ٻه چون. هي بانس، پتل ۽ لوهه مان ٺاهي وڃي ٿي. بانس ۽ ڪنگوءَ مان ٺهيل بانسريءَ کي پنهنجو ميناج ٿئي ٿو. هي ساز هند توڙي سنڌ ۾ چڱو مقبول ساز آهي. ڦوڪ جو هي ساز ڪلاسيڪل توڙي نيم ڪلاسيڪل طرزن ڪڍڻ ۾ دل لڀائيندڙ آهي. سندس ڪوڪ دل ۾ چيندڙ هجڻ ڪري لوڪ داستانن جو حصو آهي. پنجاب جو لوڪ داستان هير رانجهو سڄو بانسريءَ تي ٻڌل آهي. هندو ڪيس ڪرشن جي ايجاد چون ٿا. تصويرن ۾ ٻه ڪرشن مهراج کي بانسري هٿ ۾ ڏيکاريل آهي. ان مان هن جي قدامت جو پتو پوي ٿو اڄڪلهه طرزن ۾ مينڊ ڏيڻ مهل سندس اثر عجيب آهي. سنڌ ۾ ڪوڙ بانسري وڄائيندڙ موجود آهن. هن وقت غوث بخش بروهي، بانسري وڄائڻ جو شاهه ڪاريگر آهي.



بانس يا ڪنگور جي ڏهن کان ٻارنهن انچ ڪاٺيءَ کي اندران پورو ڪري هڪ نلي ٺاهبي آهي. مٿان انچ سوا تي ڦوڪ جو سوراخ هوندو آهي، ان کي 'مک رنڌا' چون. سڄي نليءَ کي ڏانڊي چون. وچاءَ جا ڇهه سوراخ ڪيندا آهن. انهن ڇهن سوراخن واري حصي کي "سوار رسُور رنڌا" چون. مٿيون ڪليل حصو ڪنهن ٻوڄ يا ڪاٺ سان بند ڪبو آهي، ڦوڪ واري سوراخ جي جاءِ تي "تري" هٽي سولي ڦوڪ سان وڄائين. جيئن الغوزن ۾ هوندو آهي. ان کي بين ٻه چون. وڄائڻ واري سوراخ مان ڦوڪ ڏئي سوار رنڌا جي مٿين ٽن ۽ هيٺين هڪ سوراخ کي کولبو ته ساڪرج جو آواز ٻيهندو. ٻه سوراخ هيٺين مان يعني ٻيو ۽ ٽيون سوراخ بند ڪبو.

رنڌا سوار جي هيٺين هڪ سوراخ کي کولبو چوٿين جي اڌ ۽ پنجين ڇهين کي ڪليل رکبو ته ڪومل رکب. هيٺيان کان 2، 3 چوٿون سوراخ بند ڪبو ته شڌ رکب. هيٺان کان 4، 3، 2 ۽ پنجن جو اڌ بند ڪبو ته ڪومل گنڌار. هيٺيان کن 5، 4، 3، 2 ۽ ڇهين جو اڌ بند ڪبو ته شڌ مڌم ۽ اهڙي طرح تيور مڌم ڪڍڻ لاءِ هيٺان کان 3، 2 چوٿون ڪليل 5 ۽ 6 بند رکبا.

ڪي وڄائڻ وارا چون ٿا ته سڀ سر بند ڪبا ته کرج جو آواز نڪرندو. هيٺ ڇهين سوراخ جو اڌ کولبو رکب ڪومل ۽ سڄو سوراخ کولبو ته رکب تيور، پنجين سوراخ مان گنڌار ڪومل ۽ تيور، چوٿين سوراخ مان ٻئي مڌم. ٽئين سوراخ مان پنچم، ٻئي سوراخ مان ٻئي مڌم ۽ مٿئين 6 ڇهين سوراخ يا صفا پهرين سوراخ مان ٻئي نڪاد ڪڍبا آهن. اها ترتيب عام بانسري وڄائڻ جي درست آهي. مگر ڊيگهه واري وڏي بانسري جنهن جو قطر مني انچ کان ڏيڍ انچ ٿئي ٿو ان مان سرنقشي ۾ ڏنل ترتيب سان نڪرندا.

شروع ۾ هي ساز بانس، ني، نرسل (نڙ) مان ٺهيو هوندو ۽ اڄ ٻه ٺهي ٿو. ننهنڪري نالو بانسري، ني ۽ نڙ اٿس. هن جا مختلف نالا مختلف علائقن جي ڪري آهن. پنجابيءَ ۾ بانس جي بانسري کي "ونجهه با ونجلي" ٻه چون، ڇو ته ٻيڙي جو ونجهه ٻه بانس مان ٺهندو آهي. ڪن فنڪارن بانسري جي ڊيگهه ۽ ساخت ڦيرائي ان کي ڪلارينٽ جي سامهون آڻي بيهاريو آهي. سنڌ ۾ نڙ، ڪافي، ۽ بينون انهيءَ ڪٽنب جا ساز آهن، پر اهي وڄت ۾ ٻيءَ طرح آهن. پنجاب ۾ سنهڙي ۽ افقي حالت ۾ وڄائي ويندڙ ڦوڪ واري ساز کي بانسري ۽ ويڪري ۽ عمودي يا اڀو جهلي وڄائڻ واري هن ساز کي پنجاب ۾ 'ونجهلي' ۽ ڏکڻ هندوستان ۾ بانسري کي وينا چون.

**بانسو:** ٻوٽيءَ جو هڪ قسم، جنهن جا پن ساوا گل اڇو ۽ سواد ڦِڪو ٿيندو آهي. دوا طور ڪم ايندي آهي.

**بانڪ:** واڍڪي يا لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار، جيڪو روات هٽڻ مهل ڪنهن شيءِ کي سوگهو جهلي. پانو چاٻي، ونگڙو. بيل گاڏيءَ جي ٺاٺني جي مٿئين حصي ۾ لڳل ڪاٺيءَ کي ٻه 'بانڪ' چئبو آهي.

**بانڪا:** هڪ ذات جو نالو.

**بانڪڙو:** ڪاٺ جي پٽين يا ڏَڪن مان ٺهيل بينچ، جنهن کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ پُٺ بہ ٿئي. هن قسم جون بينچون عام طرح ٻهراڙين ۾ دڪانن ۽ هوٽلن تي



گراهڪن جي ويهڻ لاءِ رکيل هونديون آهن. 'بانڪڙي' مان ئي "ٻاڪڙا هوٽل" جو اصطلاح ٺهيو آهي.

**بانڪو بهرام:** مشهور قصو جيڪو شاعر چتي ڪٽيءَ، 12 صدي هجريءَ جي وچ ڌاري ڊگهن سنڌي بيتن ۾ چيو ۽ پوءِ 13 صديءَ جي شروع ڌاري لس ٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم 'قصو شاهه بهرام گور ۽ حسن بانوءَ' جي عنوان سان سنڌي بيتن ۾ جوڙيو. هن قصي تي جدا جدا شاعرن جا بيتن ۾ ناهيل قصا، وقت بوقت پئي ڇپيا آهن.

**بانڪو شاهه بهرام (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب چيتانند هيمنداس سکر واري جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 138 صفحا آهن ۽ قيمت سوا رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1947ع ۾ ڇپيو.

**بانگ/ ٻانگ:** تفصيل لاءِ ڏسو "اذان".

**بانگي:** سون وغيره جي جنس، نمونو ورن، سونارو ڳهه ناهڻ وقت، مليل ڳهه مان سون ذري ڪڍي پاڻ وٽ رکندو آهي يا ڏٽيءَ کي ڏيندو آهي. بعد ۾ ڳهه جو مالڪ اُن سون سان پنهنجو ڳهه ڪسوٽيءَ تي هڻي خاطري ڪندو آهي تہ سون ساڳيو آهي يا نہ.

**بانو:** مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو رستماڻين جي شاخ. ساڳئي نالي سان هڪ ڪتاب عبدالرحيم ابڙي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 164 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سنياسي پبليڪيشن هالا، سال 1963ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو

**بانو قدسيہ:** اردو زبان جي نامور ناول نويس ۽ ڊرامہ نگار بانو قدسيہ جو اصل نالو قدسيہ بانو قدسيہ آهي. هيءَ 28 نومبر 1928ع تي فيروزپور ۾ پيدا ٿي. 1950ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (اردو) جي ڊگري ورتائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ مشهور افسانہ نگار ۽ ڊرامہ نويس اشفاق احمد سان شادي ڪيائين. هن پنهنجي مڙس سان گڏجي هڪ ادبي رسالو "داستان" بہ جاري ڪيو. هن ريڊيو ۽ ٽيليويزن



لاءِ ڊراما لکيا. هندستان ۽ پاڪستان جي ادبي رسالن ۾ سنڌس افسانا ڇپجي چڪا آهن. هن جون ڪجهہ تصنيفون هن طرح آهن: ناول: 'ايڪ دن'، 'پروا'، 'شهر بي مثال'، موم کي گليان' 'چهار چمن'، 'راجا گدهہ'، "حيرت ڪده"، افسانن جا مجموعا: 'ناقابل ذڪر'، 'باز گشت'، 'امر بيل'، 'ڪچ اور نهين'، 'آتش زير پا'، ڊراما: 'آدي بات'، 'دوسرا قدم'، 'حوا کي نام' ۽ 'تماثيل'. هن قدرت الله شهاب جي باري ۾ هڪ تاثراتي ڪتاب 'بردا بريشم' جي نالي سان پڻ لکيو آهي. هن جي شهرت جو سبب سنڌس ناول "راجا گدهہ" بڻيو

**بانولي:** ننڍي باز کي شڪار تي هيرائڻ لاءِ ڪنين ڪُتل پکي ڪارائڻ کي 'بانولي' چئبو آهي. ننڍي باز کي فطري طرح شڪار ڪرڻ ان جا ماءُ يا پيءُ سيکاريندا آهن، اُن کي شڪار ڪيل پکي، جيت يا جانور کارائي هيرائيندا آهن. پر جيڪڏهن باز جو ٻچو ڌاريل هوندو آهي، ان کي خفتي شڪاري، هٿ سان پکي ڪُهي، ڪنپ کوهي ڏيندا تہ جيئن جيئرو پکي سمجهي ۽ حرص جي شڪار ڪرڻ تي هري. اهڙو پکي، جيڪو باز کي سيکارڻ لاءِ کارائجي، ان کي شڪاري اصطلاح ۾ "بانولي" چوندا آهن.

**بانو محبوب:** شاعره ۽ ليکڪا بانو محبوب جوکيو 25 سيپٽمبر 1969ع تي محراب پور، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائي. سنڌس اصل نالو غلام بتول آهي. هن 1987ع ۾ ميٽرڪ محرابپور هاءِ اسڪول مان ڪئي. 1994ع ۾ ايم. اي سنڌي ۽ M.Sc اسٽيٽسٽڪس ۾ 1995ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. سنڌ جي مشهور استاد ۽ اديب محبوب علي جوکيي جي نياڻي آهي. ادبي دنيا ۾ پاڻ کي شاعره ۽ افسانہ نگار طور متعارف ڪرايائين.



سنڌس ڪلام سگهڙين سٿ ۽ 'سرتيون' رسالي کانسواءِ مختلف اخبارن ۾ بہ ڇپجندو رهيو آهي. گورنمينٽ ڪاليج خيربور ۾ اسٽيٽسٽڪس ۾ ليڪچرار آهي. سنڌي ڪهاڻيءَ تي نسيم کرل ايوارڊ بہ کٽي چڪي آهي.

**باولي:** هڪ قسم جو کُوهہ، جنهن ۾ هيٺ لهڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل هجي. سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي باوليون ٺهيل هيون، جيڪي هن وقت سر جي ڪري تباهہ ٿي ويون آهن. موجوده وقت ۾ نموني طور هڪڙي باولي اڃا تائين قائم آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ٻين هنڌن تي بہ صحيح سلامت هجن، پر ننگرٺٽي ۾ مڪلي ٽڪريءَ تي سيد ابراهيم شاهه سجاوليءَ جي ٺهرايل باولي ۽ بنگلو اڃا سلامت آهن. باوليءَ ۾ ويڪري مُنهن وارو کوهہ يا واٽ بہ ٿئي. کوهہ جي تري تائين وڃڻ لاءِ پاسي کان گولائيءَ ۾ ڏاڪڻ ٺهيل هوندي آهي، جنهن تان لهي پاڻيءَ تائين پهچبو آهي. باوليءَ مان پُوڻ ذريعي يا رسي سان پاڻي ڪونہ پربو، پر هيٺ لهي وڃي پاڻي پربو آهي.

**باهہ:** هي قديم عنصر آهي، جيڪو زمين تي ٻين 'آدي' (هميشہ قائم رهندڙ) عنصرن سان گڏ وجود ۾ آيو يونانين ۽ ان کان پوءِ مصرين جن چئن عنصرن کي بنيادي قرار ڏنو تن ۾ باهہ بہ شامل آهي هوا، باهہ، پاڻي ۽ مٽي بنيادي عنصر آهن يوناني فلسفين کان پوءِ ايرانين باهہ کي مقدس عنصر ڄاتي، اُن جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي. بابل ۽ نينوا جي تهذيب ۾



باھہ جي پوڄا لاءِ وڏا آتش ڪدا ٺاهيا ويا. زردشتي دستور مطابق اُها جاءِ جتي مقدس باھہ رکي وڃي ٿي، عموماً اٺ - ڪنڊي ٺاهي ويندي هئي، جنهن جي وچ ۾ آتشدان هوندو هو. آهستي آهستي اهو دستور ٿي ويو تہ مقدس باھہ تي سج جي روشني نہ پوي. تنهن ڪري عبادتگاهہ اونداها رهڻ لڳا هئا. 31 هہ/651ع ۾ جڏهن بلخ فتح ٿيو تہ اُهڙن آتش ڪدن جي باھہ هميشہ لاءِ اُلهي ٿي ويئي. هندو ڌرم ۾ ’اندر ديوتا‘، باھہ جو ديوتا سڏيو وڃي ٿو.

**باھہ جي راڻي** (ڪتاب): هيءَ ڪتابڙو محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. هي سنڌس جاسوسي ناولن ۾ شمار ٿئي ٿو. ڪرائون سائيز واري هن جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. آر. ايچ. احمد اينڊ سنز، حيدرآباد مان ڇپايو.

**بائبل**: هيءَ ڪتاب عيسائين جو مذهبي ڪتاب آهي. ۽ بائبل ”عهدنامہ قديم“ ۽ ”عهدنامہ جديد“ جي مجموعي کي چئجي ٿو عهدنامہ قديم وري ڪل 39 ڪتابن يا صحيفن تي مشتمل آهي. انهن سيني ۾ اوائلي اهي پنج صحيفا (Pentateuch) آهن، جيڪي حضرت موسيٰ ڏانهن منسوب آهن ۽ جن کي عام طور تي ”تورات“ يا ”توريت“ بہ ڪوٺيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح باقي ڪتاب ۾ هڪ ’زبور‘ (Psalms) آهي، جيڪو حضرت دائود ڏانهن منسوب آهي. ٻيا ڪتاب بني اسرائيل جي ٻين پيغمبرن بابت آهن. اهو سمورو مواد نو سؤ سالن جي عرصي تي پکڙيل آهي ۽ ان جي شروعات اٽڪل ڏهين صديءَ ق. م کان ٿئي ٿي ۽ هڪ صدي ق. م ۾ ختم ٿئي ٿي. جيستائين عهدنامہ عتيق جي تحريري صورت ۾ مرتب ٿيڻ جو سوال آهي تہ شروع ۾ ان جا ڪيترائي ڌار ڌار متن هئا. ٽين صديءَ ق. م تائين پڻ گهٽ ۾ گهٽ ٽن قسمن جا عبراني متن موجود هئا. پهرين صديءَ ق. م ۾ البت اهو احساس پيدا ٿي چڪو هو تہ هڪڙو اهڙو متن هجي، جنهن تي سڀئي متفق هجن. بهرحال حضرت عيسيٰ عہ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ صدي پوءِ وڃي انهيءَ متن جو تعين ڪيو ويو. جيڪو بائبل ۾ شامل ٿيڻو هو. هينئر عهدنامہ قديم جو عبراني زبان ۾ پراڻو نسخو نائين صدي عيسويءَ جو آهي. اهڙيءَ طرح جيستائين بائبل جي ٻئي حصي يعني عهدنامہ جديد جو تعلق آهي تہ ان ۾ پروٽيسٽنٽ فرقي موجب ڪل 27 ڪتاب ۽ رومن ڪيٿولڪ فرقي موجب 34 صحيفا شامل آهن. انهن ۾ سڀ کان پهريائين اهي چار انجيل (Gospels) آهن، جيڪي متي (Mathew)، مرقس (Mark)، لوقا (Luke) ۽ يوحنا (John) ڏانهن منسوب آهن. باقي رهيل ڪتابن ۾ سينٽ پال جا 14 خط يا مڪتوبات، رسولن جا اعمال ۽ مڪاشفا شامل آهن. ليڪن انهن سيني ۾ سينٽ پال جا اهي خط قديم ناهن، جيڪي هن 50ع ڌاري لکيا هئا. ان کان پوءِ متيءَ (Mathew) جو انجيل سڀ کان قديم چيو وڃي ٿو جيڪو 70 عيسوي ڌاري مرتب ٿيو هو هو پال جي قريبي ساٿين مان هو. ان کان سواءِ ”رسولن جا اعمال“ (Acts of Apostles) پڻ سندس تصنيف چئي وڃي ٿي. چوٿون انجيل يوحنا ڏانهن منسوب آهي. هن جو ڀاءُ جيمس، مسيح جي خاص عقيدتمندن ۾ شامل هو ان کان سواءِ هو هڪ وضعي صحيفي (Apocrypha) ۽ ٽن خطن (Epistles) جو پڻ مصنف چيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ چارئي انجيل پهرين صدي عيسويءَ جي ختم ٿيڻ کان اڳ تصنيف ٿي چڪا هئا، ليڪن چوٿين صدي عيسويءَ کان اڳ انهن جي حيثيت معلوم ٿي نہ سگهي هئي. هتي هيءَ ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ اهو چوٿين صدي عيسويءَ جو واقعو آهي، جڏهن مٿي ذڪر ڪيل صرف چئن انجيلن کي قانوني ۽ تشريحي (Canonical) قرار ڏنو ويو ۽ ان کان سواءِ مٿي ڄاڻايل ٻئي مواد کي عهدنامہ جديد ۾ شامل ڪيو ويو ۽ باقي مواد کي غيرمستند يا وضعي (Apocrypha) قرار ڏنو ويو. هڪ اندازي موجب اٽڪل هڪ سؤ نسخن کي ائين قرار ڏنو ويو. انهن منجهان برناباس ۽ ٿامس جا انجيل قابل ذڪر چيا وڃن ٿا.




هن وقت عيسائي دنيا ۾ بائبل جا جيڪي بہ قديم ترين نسخا موجود آهن، اهي چوٿين صدي عيسويءَ جا آهن. هڪڙي کي Codex Vaticanus چيو وڃي ٿو جيڪو پوپ وٽ ويٽيڪن شهر ۾ رکيل آهي. ٻيو نسخو جنهن کي Codex Sinaiticus ڪوٺيو وڃي ٿو سينا جبل جي قديم آثارن مان مليو هو ۽ هينئر برٽش ميوزيم ۾ رکيل آهي. ان ٻوئين نسخي ۾ بہ وضعي صحيفا (Apocrypha) موجود آهن. ان کان سواءِ اهي ٻئي نسخا انجيل جي مروج ڪتابن سان پڻ اختلاف رکن ٿا. مثلاً: مرقس جي انجيل ۾ شامل آخري باب پڻ مٿين ٻنهي نسخن ۾ موجود ڪونهي. هينئر عيسائي دنيا ۾ عام طور تي استعمال ٿيندڙ بائبل بادشاهہ جيمس جو معتبر نسخو (King James Authorized Version) آهي، جيڪو پهريون ڀيرو سال 1611ع ۾ شايع ٿيو. پروٽيسٽنٽ فرقي سان تعلق رکندڙ عيسائي ان کي مڃين ٿا ۽ هينئر اهو دنيا جي 1500 کان بہ وڌيڪ ٻولين ۾ موجود آهي. ان نسخي جو مدار هڪ اهڙي قديم نسخي تي چيو وڃي ٿو، جيڪو حضرت عيسيٰ عہ کان گهٽ ۾ گهٽ چار صديون پوءِ جو آهي. بائبل جو ٻيو مقبول عام نسخو ”نظرثاني ٿيل معياري متن“ (Revised Standard Version) آهي، جنهن جو مخفف RSV لکيو وڃي ٿو. اهو نسخو پنجاهہ عيسائي فرقن جي 32 عالمن تيار ڪيو آهي. هن جو مدار هڪ اهڙي قديم نسخي تي رکيو ويو آهي، جيڪو حضرت عيسيٰ کان بہ ٽي صديون پوءِ جو چيو وڃي ٿو. ”نظرثاني ٿيل“ ’عهدنامہ جديد‘ پهريون دفعو سال 1952ع ۾ شايع ٿيو پر سال 1961ع ۾ جڏهن ان تي ٻيهر نظرثاني ڪئي وئي تہ منجهس وري ڪجهہ ڦيرگهير ڪئي وئي. مطلب تہ اهڙيءَ طرح داخلي ۽ خارجي شهادتن جي آڌار تي هيءَ راءِ قائم ڪئي وئي آهي تہ عهدنامہ قديم (Old Testament) جو ڪجهہ مواد، جيتوڻيڪ الهامي نوعيت جو آهي، پر ان جي تصنيف ۽ ترتيب خالص انساني ذهن جي ڪوشش آهي. مثلاً عهدنامہ قديم جا شروعاتي پنج ڪتاب، جن کي اسفار خمسہ (Pentateuch) يا ”تورات“ ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ جيڪي حضرت موسيٰ ڏانهن منسوب آهن. تن ۾ حضرت موسيٰ عہ جي وفات جو ذڪر پڻ ٿيل آهي. باقي عهدنامہ جديد جا چار انجيل جدا جدا شخصن ڏانهن منسوب آهن. جيتوڻيڪ اهي حضرت عيسيٰ عہ جي سوانح ۽ تعليمات تي روشني وجهن ٿا، تہ بہ انهن ۾ ڪي فرق بہ موجود آهن. وڏي ڳالهہ تہ حضرت عيسيٰ عہ جي شجره نسب تي متي ۽ لوقا متفق ناهن. اهڙيءَ طرح متي ۽ يوحانا جا انجيل، حضرت عيسيٰ جي مرڻ کان پوءِ وري جيئرو ٿي آسمان تي وڃڻ بابت خاموش آهن. جديد تحقيق موجب انجيلن جا چارئي مرتب، واقعات جا اکين ڏٺا شاهد ناهن ۽ نہ ڪو وري هنن اهي انجيل پاڻ تصنيف ڪيا آهن. مزي جي ڳالهہ تہ اهي انجيل يوناني زبان ۾ آهن، جڏهن حضرت عيسيٰ عہ ۽ سندس حوارين جي زبان آرامي (Aramaic) هئي.

مٿي ذڪر ڪيل صورتحال جي مدنظر بائبل جي متن کي ويهين صديءَ جو فرينچ مصنف مارس بوڪائيل (Maurice Bucaille) قرآن شريف سان نہ، بلڪ احاديث جي مجموعن سان ڀيٽي ٿو.

**باٺجي نٺين:** تعلقي پني عاقل ضلعي سکر ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 12 ڳوٺ آباد آهن.

**بائرن:** مشهور رومانوي شاعر بائرن جو جنم 1788ع ۾ ٿيو. بائرن جو پورو نالو جارج گورڊن نوئل بائرن (George Gordon Noel Byron) بائرن (1788-1824ع). انگريزي ادب جي رومانوي دور جو مشهور شاعر. پنهنجي بي راهه رويءَ ۽ جذباتي شاعريءَ ۾ رومانيت جو مثال هو. بائرن پيدائشي منڊو هو ۽ ڇهن ورهين جي عمر ۾ پيءُ جي شفقت کان محروم ٿي ويو. هيءُ جوانيءَ ۾ ايڏو ته خوبصورت هو. جو هر عورت جو ڌيان هنس ڌيان ضرور ويندو هو. هن ازابيلا مل بينڪ سان 1815-16ع ڌاري شادي ڪئي. جيڪا ناڪام ٿي، ان کانپوءِ يورپ هليو ويو. هو هڪ رئيس زادو هو. 'هيرو' ۽ 'ڪئمبرج' ۾ تعليم حاصل ڪيائين. نقادن جو چوڻ آهي ته سندس گهرو ماحول صحيح نه هئڻ ڪري سندس شخصيت جي صحيح اوسر ٿي نه سگهي، پر اڳتي هلي هو House of lords جو رڪن ٿيو. هو فرانس جي انقلاب کان ايترو ته متاثر ٿيو. جو هن هر عقيدي ۽ هر قدر کي خراب ڪوٺيو.



انگريزي شاعريءَ ۾ هو رومانيت پسنديءَ جو نمائندو آهي، رومانيت کي جيڪڏهن بيماري سمجهيو وڃي ته هو ان بيماريءَ جو پهريون شڪار چئبو. هو شاعريءَ ۾ پوپ جو حامي ۽ مشهور فطرت نگار شاعر ورڊس ورٿ جو دشمن هو. طبيعت ۽ مزاج جي رنگينيءَ ۽ خودسريءَ جي ڪري کيس 'ادب جو نيپولن' به ڪوٺيو ويو آهي. سندس شاعريءَ ۾ خوبين سان گڏ خاميون به آهن. هو پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪڏهن به سنجيدگي ۽ توازن قائم رکي نه سگهيو. ان ڪري هو ڪلاسيڪيت ۽ رومانويت جي وچ ۾ ٽنگيل ڏسجي ٿو. 20 صديءَ جي سنڌي شاعريءَ تي يورپ جي رومانوي دور جي شاعريءَ جو چڱو اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

**بائُوديرو:** هن نالي سان ضلعي ۽ تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهه موجود آهي. هن ديهه ۾ 'باهو ديرو'، 'بقادار شاهه جي وسي'، 'شهمير جي وسي'، 'عبدل پنهور'، 'پريو پنهور'، 'احمد ميمڻ'، 'ڪرم شاهه' ۽ 'دادو مير بحر' جي نالي سان ڳوٺ شامل آهن. ڳوٺ باهو ديري جي آبادي هزارن ۾ آهي. هتي پرائمري اسڪول به موجود آهن. گڏوگڏ نيشنل هاءِ وي تي ڳوٺ ۽ بس اسٽاپ به آهي.

**بائيسڪل/ سائيڪل:** ٻن ڦيٿن واري گاڏي، جا پيڊلن (پيرڙين) سان هلائبي آهي. جيڪا 1839ع ۾ مئڪ ملن جرمنيءَ ۾ ايجاد ڪئي. سال 1880ع تائين انهيءَ سائيڪل ۾ تبديليون ايندي رهيون. آخر ۾ هڪ جيترا ڦيٿا، بال بيرنگ، تارن وارا ڦيٿا ۽ چين (زنجير) سان هلندڙ گراريون واري سائيڪل



ٺهي تيار ٿي سال 1888ع ۾ ٽائرن ٺهڻ واري تبديليءَ سان سائيڪل جو موجوده خاڪو تيار ٿيو هن وقت سنڌ توڙي دنيا جي اڪثر ملڪن جي ننڍين ننڍين ڳوٺن ۽ وڏن شهرن ۾ سائيڪل هلڪي ۽ آسان سواري ليکي ويندي آهي.

**بائيڪاٽ** (Boycott): هي لفظ 1800ع جي ويجهو آئرلينڊ جي هڪ انگريز عامل ڪپتان چارلز سي بائيڪاٽ (Boycott) جي نسبت سان پنهنجي موجوده معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو. بائيڪاٽ فرد، گروهه، قوم مصنوعات جولٽي سگهي ٿو. هن مان مراد اهو معاشي يا معاشرتي يا نسلي مقاطعه آهي جيڪو ڪنهن فرد يا جماعت جي طرف کان ٻئي فرد يا جماعت جي خلاف ڪيو وڃي. مصنوعات جي صورت ۾ ان جي درآمد ۽ خريداري بند ڪئي ويندي آهي. ڪپتان بائيڪاٽ لارڊ ارن (Erne) جو مختيار ڪار هو. هو لارڊ ارن جي هارين تي ايتري ته سختي ڪندو هو جو آس پاس جي ماڻهن کي هن سان نفرت ٿي وئي ۽ انهن ان سان ۽ هن جي خاندان سان هر طرح جو تعاون ۽ ميل جول ختم ڪيو. ان کانپوءِ جنهن سان به اهو سلوڪ ڪيو ويو اهو چڻ "بائيڪاٽ" ٿي ويو.

**بايزيد بسطامي:** وڏو صوفي ۽ اهل الله هو. هو بسطام شهر جو رهاڪو هو. سندس اصل نالو 'ابو زيد طيفور' هو. وجد ۾ اچي چوندو هو ته "سبحاني ما اعظم شاني" (يعني ته "پاڪائي آهي مون کي، ڪيڏو نه وڏو منهنجو شان آهي"!)

بايزيد جي زندگيءَ جا حالات گهٽ ملن ٿا. هن ابوعلي سنڌيءَ کان معرفت ۽ حقيقت جو علم حاصل ڪيو. چون ٿا ته اوائل ۾ شريعت جي خلاف ڳالهائڻ تي بسطام جي شهرين کيس شهر کان ڪڍي ڇڏيو هو. پر ڪجهه عرصو جهنگ ۾ رهڻ کان پوءِ شهر ۾ موٽي آيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. "سفينة الاولياءَ" جي بيان مطابق شيخ بايزيد هڪ سؤ تيرهن طريقن جي رهنمائن کان فيض حاصل ڪيو. سيد الطائفه شيخ جنيد بغداديءَ جو قول آهي ته "شيخ بايزيد جي حيثيت انسانن ۾ اهائي آهي، جيڪا فرشتن ۾ جبرائيل امين جي آهي."

**بايو گئس:** توانائي حاصل ڪرڻ جو آسان ذريعو. چوپائي مال جي ڇيڻي ۾ پاڻي ملائي، هوا بند کڏ ۾ ڍڪڻ سان ان ۾ گئس پيدا ٿيندي آهي، جنهن




کي "بايو گئس" (Bio-gas) چئبو آهي. گرمين ۾ پاڻي ۽ ڇيڻي جو مقدار 1:2 جي تناسب سان رکبو آهي ۽ سياري ۾ 1:1 جي تناسب سان. صحيح گئس ٺهڻ جو مدو 1 کان 15 ڏينهن هوندو آهي. هن گئس ۾ بوءِ ڪانه ٿيندي آهي. ٻرڻ سان ان مان نيري رنگ جو شعلو نڪرندو آهي. بايو گئس جي ترڪيب سنڌ ۾ ٽنڊي ڄام جي زرعي ڪاليج ايجاد ڪئي. حڪومت ٻيلن جي ٻارڻ بچائڻ، سئي گئس ۽ گاسليٽ جي کاپي گهٽائڻ لاءِ بايو گئس جي ترڪيب

جي همت افزائي ڪئي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ قرض جي اسڪيم بہ منظور ڪئي، پر عام ماڻهن ان طرف جوڳو ڌيان نہ ڏنو.

**بَبَر شينهَن**: مشهور جانور، جيڪو ”جهنگ جو بادشاهہ“ سڏيو وڃي ٿو. شينهن جو هڪ قسم، جنهن کي ڪيهر شينهن يا ٻيلائي شينهن بہ چوندا آهن. آفريڪا ۽ ايشيا جو جهنگلي جانور، جيڪو نسل ۾ ٻليءَ جي خاندان مان آهي ۽ جنهن جي کل گهڻو ڪري نارنگي يا ميٽوڙي رنگ جي ٿئي ٿي. هن جانور جي ڊيگهہ اٺن کان ڏهن فوٽن تائين ٿئي. هيءُ جانور گهڻو ڪري رات جو شڪار ڪندو آهي. هيءُ جانور آفريڪا ۽ ڏکڻ اولهہ ايشيا ۾ لڀندو آهي. هيءُ زرد ۽ ڀوري رنگ جو ٿيندو آهي. هن جي کل تي وار ننڍا ننڍا ٿيندا آهن. نر ببر شينهن جي ڳچيءَ تي ڪاري ڪٽڪ رنگي ڳُر ٿيندي آهي. ببر شينهن، اڪثر وڏن گاهہ خور جانورن جو شڪار ڪندو آهي، تن ۾ سندس پسنديده جانور هرڻ، ٻنا ٻڪي گڏهہ ۽ ٻيا جانور آهن. خاص ڪري پوڙهو ۽ ڪمزور شينهن ماڻهوءَ تي بہ حملو ڪندو آهي. شينهن جوڙو ناهي رهندو آهي ۽ پنهنجي عيال لاءِ شڪار ڪرڻ جون حدون مقرر رکندو آهي. وڏي شڪار وقت منظم گروهہ ۾ حملو ڪندو آهي.

**ٻَبِري**: زالن جي پيشانيءَ تي سُونهن لاءِ گول ڪتريل وار.

**ٻَبلو**: تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻَبُون**: باندر جو هڪ قسم (Baboon). آفريڪا جو وڏو باندر.

**ٻَبُوئي**: ٻَٻئي. مسافريءَ ۾ پاڻي ساڻ کڻڻ لاءِ ڌاتوءَ جي ڳُهگهي، جيڪا بادامي شڪل جي بيضوي يا چپٽري ٿيندي آهي ۽ بيهارڻ لاءِ ترو ڪونہ ٿيندو اٿس.

**ٻپاس** (راڳڻي پيرو ٺاٺ): پيرو ٺاٺ جي اوڙو راڳڻي آهي. مڌم ۽ نکاد هن ۾ ورج سر آهن. ڌيوت سر هن ۾ وادي ۽ پنچم نياس جو سر اٿس. هي اترانگ جو راڳ آهن. هيءَ پرڪر تي (مائيٽي) راڳڻي آهي، جن بہ راڳن ۾ مڌم ۽ نکاد ورج هوندا آهن. اتي گنڌار ۽ پنچم جو ميل پلولڳندو آهي. امروهي ۾ مڌم ۽ نکاد ورج هئڻ ڪري رام ڪلي کان الڳ بيهي ٿي. ريوا ۾ گنڌار وادي ۽ ٻپاس ۾ ڌيوت وادي آهي.

هن راڳڻي جي خاص تان: ڌا ڌا پا پا- گي پا ڌا پا- گي را سا- سا را سا- گي پا- پا- ڌا- پا- سا- را گي پا- ڌا ڌا پا- گي پا ڌا پا گي را سا- ڌا ڌا پا آهي. هن راڳڻي جي آروهي: سا را گي پا ڌا سا ۽ امروهي سا ڌا پا گي را سا آهي، جڏهن تہ وادي سُر ڌيوت ۽ سموادي سُر رکب آهي ۽ صبح جي وقت ڳائبي آهي. (نوٽ: راڳ ساگر ۾ ٻپاس ۽ ريوا هڪ ئي راڳڻي لکي آهي. وادي سر ڌيوت سموادي رکب ڄاڻايو آهي.)

**ٻپاس** (راڳڻي مارواٺاٺ): هن راڳڻيءَ جا ڪوڙ اصول آهن. جن تي ڳائجي ٿي. مارواٺاٺ ۾ سمپورن آهي. اترانگ تي گهڻو زور اٿس. گنڌار، پنچم ۽ مڌم، ڌيوت جي سنگت رهي ٿي. هن کي بلمپت لئي ۾ ڳائڻ گهرجي. هڪ شاستر ۾ پنچم جو سُر نياس ڏيکاريل آهي. مڌم ۽ نکاد ورج ۽ مڌم نکاد جي سنگت ڏيکاريل آهي. پر انهيءَ مت سان راڳڻيءَ کي جيت کان الڳ ڪري ڪو نہ سگهبو. پور وانگ ۾ گوري ۽ اترانگ ۾ ديسڪار ملائڻ سان ٻپاس جو روپ ٺهي ٿو.

هن راڳڻي جي خاص تان: پا گي پا- پا ڌي- مي ڌي مي گي- پا گي را سا- ني را گي گي پا گي را سا- پا پا گي را سا آهي. هن جي آروهي: سا را سا- گي پا ڌي پا - ڌي سا ۽ امروهي: ساني ڌي پا- مي گي- پا گي- پا گي را سا آهي، جڏهن تہ وادي سُر ڌيوت ۽ سموادي سُر گنڌار آهي.

هن راڳڻيءَ جو ذڪر راڳ ساگر ۾ مارواٺاٺ جي زمري ۾ ڪيل ڪونہ آهي.



**ٻُتُ**: بدن، جسم، پٿر مٽيءَ، ٽامي، پتل وغيره مان ٺهيل بوتو هيءُ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو ٽن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي: مندر، پڳوڊا ۽ ٻُڌ. ڪنهن بہ ٻُت جي لاءِ ضروري ناهي تہ اُهو ٻُڌ جوئي هجي. پڳوڊا جي معنيٰ ۾ ان جي استعمال جو نمايان مثال ”عجائب الهند“ ۾ ملي ٿو الجاحظ، المسعوديءَ البيرونيءَ ۽ شهرستانيءَ جهڙن مصنفن بہ ”ٻُت“ جي معنيٰ ٻُڌ يعني گوتم ٻُڌ ڪئي آهي. ملتان جو پرهلاد مندر، جيڪو ”سون جي گهر“ جي نالي سان مشهور هو ان جي باري ۾ المسعودي ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ هندن جي حساب موجب ٻُڌ جو ظهور ڪروڙين سال پهرين ٿيو هو. البيرونيءَ کي برهمڻ بت جي باري ۾ تہ سٺي معلومات هئي، ليڪن ٻُڌ جي باري ۾ ڪيس خبر ڪانہ هئي. علامہ شهرستاني، ٻُڌ ۽ اُن جي سکيا جي تعريف هن طرح ڪري ٿو تہ ”ٻُڌ هن ئي دنيا جو هڪ فرد آهي، جيڪو نہ تہ پيدا ٿئي ٿو نہ کي شادي ٿو ڪري، نہ کائي پيئي ٿو نہ پوڙهو ٿئي ٿو نہ مري ٿو پهريون ٻُڌ، هجرت نبويءَ کان پنج هزار سال اڳ ظاهر ٿيو هو ٻُڌ جي پيروڪارن جو عقيدو آهي تہ دنيا کي دوام حاصل آهي ۽ انسان پنهنجي اعمالن جي سزاجزا هي زندگيءَ ۾ حاصل ڪري ٿو.“

مسلمانن جي معلومات ٻُڌ جي باري ۾ بلڪل ابتدائي هئي، تنهن هوندي بہ هيءَ ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ جبل آدم (سرانديپ) جي باري ۾ ٻُڌمت جي هن روايت کي قبول ڪيائون، جنهن موجب جبل آدم جي چوٽيءَ کي گوتم ٻُڌ سان نسبت ڏني وئي. جيئن اڳ ذڪر اچي چڪو آهي تہ ”ٻُڌ“ لفظ ڪڏهن ڪڏهن ”بت“ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. الجاحظ، ”ٻُدڪُوبُر“ کي ”ڪُوبر جو ٻُت“ سمجهي ٿو صاحب ”اخبار الصين والهند“، ”ٻُد“ کي ”ٻُت“ ٻڌائي ٿو، جنهن جي هندستان ۾ پوڄا ڪئي وڃي ٿي ۽ ان تي ناريون صدقو ڏينديون آهن. ”الدمشقي“ ان جو حال صحيح طرح سان قلمبند ڪيو آهي، ۽ خاص اُن پوڄا واري شيءِ (يوني ۽ لنگر) کي ”ٻُد“ چيو آهي.



**بتيلائي**: ٻُگٽي ۽ مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

**بَـتيلو**: ٻيڙيءَ جو هڪ قسم. ننڍي ٻيڙي، جنهن ۾ پنج ست ماڻهو ويهي سگهن. بَتيلو 8 کان 12 فٽ ڊگهو ٿئي، جنهن جي اڳيان ڇُهنب، وچ ويڪرو ۽ ڇيڙو 3 / 4 فوٽ ويڪرو ٿئي ٿو اِن ٻيڙيءَ جي اڳين ۽ پُٺين پاسن تي، مٿان ڪاٺ سان ٻَڌل تخت ٿين ۽ وچ وارو باقي حصو خالي رهي ٿو. اڳئين تخت

کي "آڳل" يا "آڳيل"، پوئين تخت کي "پاڇل" ۽ وچ واري خالي جاءِ



کي "لَڪ" سڏين ٿا. خالي لَڪ جي مٿان آڳل واري پاسي هڪ ٿلهي چورس گهڙيل ڪاٺي ٿئي، جنهن کي ميربحر "اَڏو" چون. اڏي جي مٿان، ٻنهي طرفن ڪاٺ جا ٻه وڏا ۽ ٿلها ٽُڪر ٿين، جن کي "ڳُنڪا" چئبو آهي، جن سان ڇَپا يا هاليسا (ٻَتيلي کي هلائڻ واريون شيون) ٻڌي، ٻيڙي هلائبي آهي. هن قِسم جا ٻتيلا عام طرح مڇي ۽ پَلي مارڻ جي ڪم اچن ٿا. ڪن ٻتيلن تي سِڙهه ٻه رکن ۽ هوا هڻڻ جي صورت ۾ هاليسن يا ڇپن سان ٻيڙي ڇِڪڻ بدران سِڙهه کڻي، منزل ڏانهن کهندا آهن.

**بڻاٽا:** هڪ قسم جو اوڇڙ مِڻا مَٽَر يا چڻا، جيڪي پاڇيءَ طور استعمال ٿيندا آهن.

**ٻٽ صفن:** ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻُٽ ڪٺر:** منگر مڇيءَ جو هڪ قسمُ، جيڪا ڪٺر جي جنس مان ٿئي، پر اُن جو مُنهن ويڪرو ۽ ٻنا سونڍ جي ٿيندو آهي.

**ٻٽئي:** فصل لهڻ کان پوءِ زميندار ۽ هارين جي وچ ۾ پيداوار جي ورهاست. موجوده دور ۾ اڌواڌ ٻٽئيءَ جو سلسلو هلندڙ آهي، يعني پيداوار جو اڌ هاري کڻندو ۽ اڌ زميندار. ٻج، پاڻ، ڪاٽي، گڏ ۾ لاباري وغيره جي خرچ ۾ ٻه اڌواڌ جو حساب ٿيندو. باقي ڍل زميندار تي آهي. گذريل دور ۾ ٻٽئيءَ جو سلسلو ڪافي پيچيدو هوندو هو. سرڙيو هاري (جنهن کي ڏڳو ڏانديو نه هو) تنهن کي پيداوار جا ٻه حصا ملندا هئا. پنج حصا زميندار کڻندو هو ان سان گڏ زميندار جي اوطاق جو خرچ، ٽپيدار جو خرچ ۽ ٻيا خرچ ٻه زميندار ۽ هاري پيداوار جي وچ مان کڻندا هئا. سنڌ جي هر هڪ خطي ۾ هرهڪ زميندار جو پنهنجو پنهنجو حساب مقرر هوندو آهي.

**ٻٽي:** پکيءَ جو هڪ قسم. هي هڪ ننڍڙو پکي ٿيندو آهي، جيڪو اڪثر ڪٽڪ جي فصل پچڻ وقت ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

**ٻُٽُ:** غيرآباد وارياسن دڙن واري زمين. هن نالي سان سنڌ ۾ ڪي ديهون موجود آهن، جيئن تعلقي دادوءَ ۾ ديهه "ٻُٽ ملاح" ۽ تعلقي وارهه ۾ ديهه "ٻُٽ ڏيرا". هن نالي سان تعلقي جوهيءَ جي ديهه "شاهه موريو".

**ٻٽارا:** هڪ ذات جو نالو جيڪي ڦُلا ۽ پڳڙا پُڃَن، ڪاٺيون ڪري گڏهه تي کڻي وڪڻن. ڪُوري پچائڻ لاءِ ٻَلُ گڏ ڪري ڏيندڙ يعني جيڪي جهنگ وڍي لاهه ڪڍي، يا وونڻٽائيون گڏ ڪري ڏين، سي ٻه ٻَٽارا سڏبا آهن.

**ٻٽارو ڪرچات:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ٽاڻي بولاخان جي هڪ ديهه.

**ٻٽارو ڪروهت:** ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ٿاڻي بولا خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'صديق ڳهنور'، 'فقير محمد ڪوسو'، 'چنهيڙ' ۽ 'ٽنبو رند' ڳوٺ شامل آهن.

**ٻُٽ ڏيرا:** تعلقي وارهه، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو.

**ٻُٽ مَلاحُ:** ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ڄام خشڪ'، 'جمال خشڪ'، 'فتح خشڪ'، 'پورو خشڪ'، 'راهوجا'، 'اسماعيل خاصخيلي'، 'خشڪن جا گهر'، 'صديق پنجابيءَ جا گهر' ۽ 'شير محمد آرائين جا گهر'.

**ٻنورو:** ميرپور ٻنورو، ٺٽي ضلعي جو تعلقي هيڊڪوارٽر. ٻنوري واهه جي ڪپ تي اڏيل آهي، هڪ پاڙي کي اڄاتائين علي بندر سڏين. مغلن جي ڏينهن ۾ ٻلورو هڪ پرڳڻو هو ۽ نصريه، ٻهرام پور، اپلاڻ، هنڙي، ٻلڙي، دٻو ۽ راهوٽ مُحلن ۾ ورهايل هو انهيءَ پرڳڻي ۾ هڪڙو قلعو هوندو هو جنهن ۾ گهڻي دولت رکيل هئي. 947 هه/ 1540ع ۾ جڏهن همايون سنڌ ۾ آيو، تڏهن ڦهريائين عمرڪوٽ ۾ اچي رهيو پر پوءِ ٻنوري ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيائين ته جيئن اتان مال ملڪيت هٿ ڪري، پر مرزا شاهه حسن جي پاران سلطان محمود خان انهيءَ قلعي کي وڃي بچايو ۽ همايون شڪست کائي قنڌار ڏانهن هليو ويو. انگريزن جي فتح کان اڳ هيءَ پرڳڻو مير شيرمحمد جي هٿ ۾ هو ميرپور ٻنوري ۾ جنديءَ ۽ ڇُرجو ڪم تمام سٺو ٿئي. مهرشاهه جي درگاهه ٻه هن شهر ۾ آهي، جتي ميلي جي موقعي تي جانورن جو واپار هلندو آهي ۽ ادبي ڪانفرنس ٿيندي آهي. هن شهر جي اهم اديبن ۽ شاعرن ۽ سياستدانن ۾ خواجه محمد جعفر، قاسم پٿر، اعجاز خواجه، غلام حسين رنگريز، عبدالفتاح، عبد ٻنورائي اهم آهن.

**ٻُني:** جوهي، دادو ۽ ميرو خان تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

**ٻني ٽاٽو عارب:** ڏاتو پاهڻي دور جو هي ماڳ ٽاٽي عارب خان (تعلقو بولا خان، ضلع ڄامشورو) جي پرسان هڪ ڊوريءَ تي، جيڪا نئين بارڻ سان ملي ٿي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 3706 25 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 5056 67 تي موجود آهي.

هن وقت زمين/ هنڌ جو گهڻو حصو زرعي زمين هيٺ اچي چڪو آهي. ۽ ڪافي حصي تي قبرستان ٺهي چڪو آهي. نظر کبي ته هڪ ٺلهه نما مٿاهين جو گهيرو 60 ميٽر، مٿان وارو قطر 8 ميٽر اونچائي 11 ميٽر اٿس. هن دڙي جي ماپ 250x250 ميٽر باقي وڃي بچي آهي. هن دڙي کي اين جي مجمدار کوٽيو هو جنهن هن دڙي کي ڏاتو پاهڻي دور جو ڪري لکيو آهي.

هتي کوٽيل ٽن تجرباتي کڏن مان جيڪي وٿون مليون، تن ۾ آمري ثقافت سان لاڳاپيل نڪرائو مٽڪا، پٿر جا گولڙا، ٽامي جي چيٽي، پٿر جي روهي/ سيراڻ (Hone)، پٿر جا پتا ۽ ڪرچڻا شامل آهن.

**ٻپتسمو:** عيسائين جي هڪ مذهبي رسم Baptism، جنهن وسيلي ڪنهن فرد کي باقاعدي عيسائيت ۾ داخل ڪندا آهن يا غيرمذهب واري کي عيسائي بنائڻ يا ٻار کي ڄمڻ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ گرجا ۾ پادري بيت المعمور جو پاڻي پياريندو آهي. اصل انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مفهوم آهي پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيڻ، يا مٿان پاڻي وجهڻ. مسيحيت ۾ ان جو مطلب آهي ته انسان توبهه ڪئي ۽ سندس پويان گناهه ڌوپجي ويا. انجيل جي بيان موجب خود حضرت مسيح، يوحنا (حضرت يحييٰ) کان ٻپتسمو ورتو هو مسيحيت قبول ڪندڙ مسيحين کي ٻه ٻپتسمو ڏنو ويندو آهي. ڪي مسيحي، ٻارڙن کي ٻه ٻپتسمو ڏيندا آهن ۽ ان وقت ان جو نالو ٻه رکيو ويندو آهي.

**بجاجين جو ناٽڪ:** هيءُ پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي لکيل ٻن ننڍن ناٽڪن مان هڪ جو نالو آهي، جيڪو هن 1921ع ۾ لکيو ۽ ٻيو ناٽڪ "پنگتي مقدمو" 1927ع ۾ لکيائين.

**بجاراٽي:** بلوچن جو هڪ قبيلو.

**بجاراڻي:** تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه. جيڪب آباد ضلعي جي ڪنڊڪوٽ تعلقي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'شاه مراد'، 'نظر خان'، 'سعيد خان بجاراڻي'، 'بجار بجاراڻي'، 'باجڪ باجڪاڻي'، 'ڳاڏهي'، 'دلاور ڍنگوار'، 'بهرام ڪوسو'، 'من دوست ملڪ' ۽ 'عبدالڪريم بجاراڻي'.

**بجاراڻي هزار خان:** مير هزار خان بجاراڻي سنڌ جو هڪ اهم سياستدان آهي. هن 23- آڪٽوبر 1946ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. عملي سياست ۾ سڀ کان ٻهرين هو. 1970ع وارين چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊجي آيو ۽ ٿن ڏينهن ۾ صوبائي وزير بڻ رهيو. ان کان پوءِ 1977ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. سنڌس وابستگي پ پ پ سان رهي. غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي پيپلز پارٽي سنڌ جي صدارت ڇڏڻ کانپوءِ کيس پارٽيءَ جو صوبائي صدر مقرر ڪيو ويو. ڪجهه عرصي بعد هن پارٽيءَ تان استعيفيٰ



ڏئي ڇڏي ۽ وزير اعظم محمد خان جوڻيجي جو ساٿي بڻيو. وري 1988ع ۾ کيس سينيٽر چونڊيو ويو. هن 1988ع ۾ وزير صحت، ماحوليات، هائوسنگ اينڊ ورڪس ۽ 1990ع ۾ وزير سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جون ذميواريون سنڀالي ورتيون. بجاراڻي صاحب 1993ع ۾ دفاع کاتي جو وزير رهيو. 2008ع ۾ ٿيل چونڊن ۾ هو پ پ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. جنهن بعد کيس وفاقي وزير تعليم مقرر ڪيو ويو آهي.

**بجار پوتا:** هيءَ سنڌ ۽ ڪڇ جي جتن جي هڪ اوڙڪ آهي. بجار پوٽن جو وڏيرو پاڻ کي 'بجار خان' جي لقب سان سڏائيندو آهي. هن کي ڪڇ جي گاديءَ جي هنڌ لکپت ۾ جاگيرون مليل هيون. ان کان سواءِ 'ڪاري ڇاڻ' ۾ به هن جون زمينون هونديون هيون. سرحد بند ٿيڻ کان پوءِ هنن ڪڇ ۾ ئي رهڻ جو فيصلو ڪيو.

**بجار جوکيو ۽ راڻو ارجن:** جوکيا اصل شاهه بلاول جي ڀرسان ڪنگور جي علائقي جا هئا. پوءِ ملير ۾ اچي ٽڪاڻو ڪيائون. انهن مان بجار وڏيءَ همت وارو ساماڻو ۽ وڇي نٽي ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي نواب شيخ شڪرالله وٽ ملازم ٿيو. ان وقت ميرپور ساڪري ۾ ٻهارن کان اولهه ۾ راڻو ارجن ڏاريجو راڄ ڪندو هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي نٽي جي نواب، شيخ شڪرالله کي راڻي ارجن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن نٽي وارو پاڳو ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي مليو ته نئين حڪومت اڳئين دؤر جي سردارن کي مڃائڻ لاءِ ملير جي ڪرمتي بلوچ سردارن تي لشڪر چاڙهيو ته جيئن ڪرمتي هيٺا ٿين ۽ راڻي جو زور به ڀڃي. ملير ۾ ڪرمتين جو سردار "ملڪ طوطا" هو. ملير تي خدا آباد طرفان موڪليل لشڪر جو حملو به ٿي چڪو هو. بجار، دانائي ڪري ملڪ طوطا وٽ لنگهي ويو ۽ چيائينس ته مون تي ميان حاڪم جو بار آهي، انهيءَ ڪري آءٌ راڻي تي حملو ڪندس. اوهان راڻي جي پاران ڀيو ڪو قدم نه کڻجو ۽ نڪي سنڌس مدد ڪجو. ملڪ طوطا، اها ڳالهه مڃي. هوڏانهن راڻي ۽ سنڌس ماسات رحمت الله "مُلين پوٽي" کي جڏهن ڄام ڪريم داد جو پيغام پهتو، ته هنن پرواهه ڪانه ڪئي، جو ڀانيائون ته جڏهن ملڪ طوطا اسان جو پرڇلو آهي ته بجار ڇا ڪندو؟ ٻئي طرف ساڪري طرف وارا ڪرمتي راڻي کي وڏيڪ ويجها هئا، تن کي جڏهن خبر پئي، ته راڻي تي حملو ٿيڻ وارو آهي. تڏهن هنن پاڻ ۾ مصلحت ڪئي. هنن سردارن پنهنجا ٻه وزير سڏيا. هڪ عيسب، جو بگهياڙ جي پاڙي مان مک هو. جيڪو پوءِ مڪليءَ واري جنگ ۾ ماريو ويو ۽ ٻيو ڪيڪو جيڪو هديهه پاڙي مان مک هو. هنن راءِ ڏني ته اسين ساڪري واري راڻي جا ويجها پاڙيسري آهيون ۽ اصل کان وٺي راڻي سان پيڙا آهيون. اسين هر حال ۾ راڻي جي مدد ڪنداسين. پر نوتڪ اها ڳالهه قبول نه ڪئي، جو بجار سان سنڌس دوستي هئي ۽ بجار ان کي پنهنجي پاسي ڪري ڇڏيو هو سو بجار جي طرفان وڙهيو هو ملڪ طوطا خان، نه ڪي راڻي جي طرفان وڙهيو ۽ نه ڪو نوتڪ جي مدد ڪيائين. ڪيڪو هديه عيسب بگهياڙ ۽ راڻي ارجن جو ماسات، رحمت الله مُلين پوٽو پنهنجن ماڻهن سميت راڻي سان پيڙا ٿي بيٺا ۽ کيس همٿايائون. مردن مقابلو ڪيو پر حملو وڏو هو ۽ راڻو رحمت الله، ڪيڪو هديهه نوتاڻي ۽ سنڌس ٻيا گهٽائي ساٿي مارجي ويا. ٽن مڙسن قول ڪيا، ته اسين لشڪر چيري وڃي بجار کي ڏڪ هڻنداسون. انهن قول پاڙيا، پر بجار جو بخت زور هو جو هو سلامت رهيو انهن مان ٻنبي بگهياڙ، جنهن بندوق هنئي، ٻيو ڇٽو منداڻي هو جنهن ڀالو هنيو. ان وقت بجار ۽ تڳيو ٻئي پائر پڃي ويا. باقي سنڌن ٽاٽيجو "ڪالا" مڙس ٿي بيٺو ۽ مارجي ويو. بجار پوءِ ملير جا 80 ڪوسا ساڻ ڪري، لاهري بندر ڏانهن ڪاهيو. راڻو ارجن ان وقت ويهن ماڻهن سان "رتي ڪوٽ" ۾، جيڪو هڪ ٻيٽ تي هو، شڪار لاءِ لٿل هو. وهاڻي تي، رات جو جڏهن، راڻو ارجن، پنهنجي تنبوءَ ۾ ڏيئو ٻاريو ستو پيو هو ته بجار ۽ سنڌس ساٿي ترارون هٿ ۾ ڪري "سيٽاهن" تي تري وڃي مٿس ڪڙڪيا ۽ ماري ڇڏيائونس. ميان غلام شاهه انهيءَ فتح جي عيوض، بجار جوکئي کي "ڄام" جو لقب ڏيئي، جوکين جو سردار مقرر ڪيو. ڄام بجار پوءِ زور ورتو ۽ ڪرمتين ۽ برفتن سان جنگيون ڪيائين.

**بجار خان ڊومبڪي:** بجار خان ڊومبڪي اصل ۾ قلات جي هڪ حصي "ڪڇيءَ" جي بلوچ خاندان مان هو. شروع ۾ هو خانه بدوش ٿي رهيو. پر پوءِ ضلعي دادوءَ جي قلجيءَ ۾ اچي آباد ٿيو. هتان ئي هن فوجي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. سنڌ کي انگريزن جي قبضي کان بچائڻ خاطر گوريلا جنگ ڪيائين. سنڌس هٿ هيٺ خاصي تعداد ۾ بلوچ فوج هئي، جنهن سان گڏجي هو وڙهندو رهيو. کيس انگريز سرڪار طرفان ڪيترين ئي آڇون ڪيون ويون، پر هي بهادر انسان نه مڙيو. نيٺ مجبور ٿي انگريزن، کيهرن ۽ ڪوسن جي مدد سان قلجيءَ تي حملو ڪيو ۽ درياهه خان جکراڻيءَ سان گڏ هيءُ مجاهد به گرفتار ٿيو. 1870ع ۾ انگريز فوج کي افغانستان جي محاذ تي شڪست ملي ۽ بجار خان آزاد ٿيو. هو 1872ع کان 1875ع تائين ڪڇيءَ جو بني تاج بادشاهه ٿي رهيو. 13 جنوري 1875ع تي سر وليم ميري ويدر، مير علي مراد خان جي مدد سان، بجار خان سان وڙهيو. جنهنڪري 17 جون 1875ع تي هو گرفتار ٿيو ۽ نيٺ جيل ۾ وفات ڪيائين.

**ٻَجَر:** تماڪ جو هڪ قسم. تماڪ جي پوک جو ٻيو ٽُور. جيڪو گهٽ تڪو ٿيندو آهي، هلڪو تماڪ. تماڪ جي هلڪي مورَ.

**ٻِجراڻي:** بلوچن جو هڪ پاڙو، جيڪي اڪثر نواب شاهه، سکر ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ آباد آهن.

**ٻَجَر ڀَتُوَن:** ٻج جو قسمُ، جيڪو گول باداميءَ جهڙو ٿيندو آهي. ڪرڻيءَ جي بيماريءَ ۾ دوا طور ڪم ايندو آهي. گهڻو ڪري جوڳي فقيرن وٽان هٿ ايندو آهي.

**ٻُجري:** ٻاڪري مال جو هڪ نسل آهي. هن ٻڪريءَ جو نسل حيدرآباد، بدين ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ ملي ٿو. هن نسل جي جانورن جو رنگ سفيد، جسم تي وار گهاٽا، مٿو وچولو ۽ سڱ ننڍا ٿيندا آهن. ڪن وچولا ۽ هيٺ لڙيل هوندا

آهن. هي نسل ساليانو هڪ ڪلو گرام في جانور ڏاس (وارن) جي پيداوار ڏئي ٿو. هن نسل جي پالڻ جو مقصد گوشت، ڪل ۽ وار ٿي آهن.

**بُجڪو:** ڪپڙي مان ٺهيل ٿيلهو، جنهن ۾ ڪپڙا ۽ ڪتاب وغيره وجهي ڪٽجن. رئيس شمس الدين "بلبل" جي "ڪريمان" نظم تي ٺهيل پيروڊيءَ جي شروعات هن سِٽ سان آهي:

"ڪَريمان جو بُجڪو ڪٽِي ويا ڇهه چور"

**بجلي:** لفظ بجلي اصل ۾ بِجر يا وِجر يا وِڄَ آهي، جنهن کي اسان کنوڻ به چوندا آهيون. هندي ڏند ڪٿائن ۾ وڄ (وِجر) اندر ديوتا جو خاص هٿيار آهي، جنهن سان هن ڪيئي راڪاس ۽ اسر ماريا. سائنسي لحاظ کان بجلي توانائيءَ جو هڪ قسم آهي جيڪو قدرتي ۽ هٿرادو ذريعن مان حاصل ٿئي ٿو. هاڻوڪي اصطلاح ۾ اها طاقت، جيڪا مصنوعي طرح ڊائنامو جي ذريعي پيدا



ڪئي ويندي آهي. ان جي طاقت سان ضرورت جون شيون هلايون وڃن ٿيون.

بجلي ٺاهڻ يا ڳنڍ ڪرڻ جو تصور ته انسان وٽ قديم دور کان موجود هو. جيڪو هن ۾ وڄ يا کنوڻ کي ڏسي پيدا ٿيو هو. پر اهو خواب ارڙهين صدي عيسويءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ پورو ٿيو. جڏهن ايڊيسن تار واري تند سان جهڙالي ۾ لغڙ اڏايو جيڪو ککرن ۾ وهندڙ بجليءَ (وڄ) کي پسيل ڏور جي ذريعي ايڊيسن تائين ڪٽي آيو. ان کان پوءِ بجلي ٺاهڻ ۽ ان کي محفوظ ڪرڻ تي تجربا ٿيندا رهيا. اڄ بجلي سڄيءَ دنيا جي اهم ضرورت آهي. ايتري قدر جو ان کان سواءِ هاڻي جياپي جو تصور ناممڪن آهي. هن زمين تي پاڻيءَ جي وجود ۾ اچڻ سان گڏ بجليءَ جو نظام غيرمحسوس طريقي سان شروع ٿي ويو. ذرتيءَ تي ڪا اهڙي شيءِ ناهي، جنهن ۾ بجليءَ جو وجود نه هجي. جيئن بجليءَ جي ماپ جي اِڪائي کي 'اليڪٽران' جو نالو ڏنو ويو آهي. بجليءَ ۾ به خصوصيت آهي، اها به پاڻيءَ وانگر وهندي آهي.

ککرن ۾ وڄ (کنوڻ) انهيءَ ڪري ٿيندي آهي جو گهٽِن اليڪٽرانن وارن ککرن مان زياده الڪيٽران ڊوڙي ٿورن اليڪٽرانن وارن ککرن سان وڃي گڏبا آهن. اليڪٽرانن جو وَهُڪرو اسان کي کنوڻ جي صورت ۾ نظر اچي ٿو. بجلي، جنريٽر جي وسيلي سان متحرڪ ڪئي ويندي آهي. اصل ۾ جنريٽر سان بجلي پيدا ڪانه ٿي ٿئي، ڇوته بجلي هر مادي شيءِ ۾ موجود هوندي آهي. جنريٽر جو ڪم هوندو آهي مادي جي اليڪٽرانن کي متحرڪ ڪرڻ. اليڪٽران جڏهن حرڪت ڪن ٿا، تڏهن انهن جي توانائيءَ (طاقت) کي گهٽِن ڪمن ۾



استعمال ڪري سگهبو آهي. انهن جي ڪم ڪرڻ جي طاقت کي "پاور" چئبو آهي ۽ استعمال ٿيندڙ اليڪٽران جي ايڪي جو نالو "واٽ" رکيو ويو آهي. جيڪڏهن استعمال ٿيل بجليءَ جو حساب ڏسڻو هجي ته ان جي پيمائش جو ايڪو "ڪِلو واٽ" ٿيندو، جنهن ۾ هڪ هزار واٽ جي طاقت سمايل ٿيندي آهي. بجليءَ جو وَهڪرو هميشه هڪ رخ وٺي هلندو آهي. بجليءَ جي انهيءَ وهڪ کي "ڊائريڪٽ ڪرنٽ سسٽم" (D.C) به چوندا آهن. پر ضروري ناهي ته وهڪرو هميشه هڪجهڙو ڪم آڻجي. ان جي وهڪري جي رُخ کي تبديل به ڪري سگهجي ٿو. اهڙي متبادل نظام کي "الٽرنيٽنگ ڪرنٽ سسٽم" (AC) چوندا آهن. جنهن شيءِ مان بجليءَ جو وهڪرو آسانيءَ سان گذري وڃي، ان کي پسرائيندڙ يا وهڪرو جاري رکندڙ چئبو آهي. سيئي ڌاتو جهڙوڪ چاندي، لوهه، ٽامو جست عمدا بجلي پسرائيندڙ ڌاتو آهن. ڪي شيون جن مان بجلي لنگهي ڪانه سگهندي آهي، اُنهن ۾ شيشو ربڙ ۽ گندرف آهن. بجليءَ جي وهڪري جو خاص اثر مقناطيسي ڪشش پيدا ڪرڻ آهي، جنهن مان گرمي پيدا ٿئي ٿي. بجلي اوڻيهين صديءَ جو سڀ کان پراسرار عطيو آهي. ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ "وولٽا" بيٽري تيار ڪئي وئي. ان کان ڪجهه عرصو پوءِ "اورسيڊ" ڏيکاريو ته برقي لهر سان مقناطيسي قوت پيدا ڪري سگهجي ٿي. "امپيئر" ڳولي لڌو ته تارن جي هڪڙي ويڙهي مان ڪنهن رابطي کان سواءِ ٻئي ويڙهي ۾ بجليءَ جو وهڪرو پيدا ڪري سگهجي ٿو. آخر ۾ "فيراڊي" دريافت ڪئي ته هڪڙيءَ تار جي ويجهو مقناطيس حرڪت ڪري ته تار ۾ بجلي پيدا ٿي پوندي آهي. اهڙيءَ طرح اها سڀ معلومات ملي ويئي، جن مان وڏيون وڏيون ايجادون وجود ۾ آيون: يعني ٽيلي گراف، جيڪو 1844ع ۾ 'مارس' ايجاد ڪيو: ٽيليفون جيڪو 1876ع ۾ "اليگزينڊر گراهم بيل" ايجاد ڪيو: ڊائنامو، جيڪو فيراڊي 1841ع ۾ ايجاد ڪيو ۽ بجليءَ جو بلب جيڪو ٿامس ايڊيسن 1879ع ۾ ايجاد ڪيو. بجليءَ جي توانائيءَ، اسان وٽ توانائي جي اهم قسمن مان هڪ آهي. اها اسان جي زندگيءَ ۾ هڪ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿي، ڇاڪاڻ ته اها گهرن ۽ ڪارخانن ۾ روزمره استعمال ٿيندڙ بجليءَ جي اوزارن ۾ استعمال ٿيندي آهي.

**بجلي پرکٽو:** هيءُ پرکٽو اهڙو اوزار آهي، جنهن سان بجليءَ جي پرتي معلوم يا چڪاس ڪري سگهجي ٿي. اهو پتل جي لٺ جو ٺهيل آهي، جنهن جي مٿئين ڇيڙي تي ٿالهي يا گولو ٺهيل آهي ۽ هيٺئين ڇيڙي تي ٻه سنها سونا ورق لڳل آهن. بجلي پرکٽي ۾ اليمونيم جا ورق، سون جي ورقن بدران پڻ استعمال ڪيا ويندا آهن.

**بجلي گهر:** بجليءَ جي وڌندڙ کپت کي نظر ۾ رکندي. ان ڳالهه جي سخت ضرورت محسوس ٿي ته بجليءَ کي وڏي پئماني تي محفوظ ڪري اُن کي ضروت آهر استعمال ڪجي، اُن مقصد جي پورائي لاءِ جنوري، 1882ع ڌاري لنڊن ۾ دنيا جو پهريون بجلي گهر قائم ڪيو ويو. ساڳئي ئي سال نيويارڪ شهر ۾ به بجلي گهر قائم ٿيو. ٻنهي بجلي گهرن ڊائريڪٽ ڪرنٽ سسٽم (D.C) تحت ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اُن کان پوءِ، 1890ع جي شروعات ڌاري "لافن پاور اسٽيشن جرمني، Lauffen Power Station Germany پاران A.C "الٽرنيٽنگ ڪرنٽ سسٽم" جنريٽر ٺاهيو ويو.

سنڌ ۾ 1922ع ڌاري سکر ۾ بجلي گهر قائم ڪيو ويو. جيڪو 1962ع تائين سکر شهر ۽ قدري آسپاس جي علائقن جون ضرورتون پوريون ڪندو رهيو. پر پاڪستان جي قيام کان پوءِ نون ڪارخانن کلڻ ڪري شهر ۾ بجليءَ جو کاپو وڌڻ لڳو، تنهن ڪري مارچ 1962ع ۾ ڪولمبو پلان موجب ٿرمل پاور جي تعمير لاءِ معاهدي تي صحيحون ٿيون. هن رٿا موجب اتر سنڌ جي مکيه

شهرن سان گڏ سوين ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ بجلي مهيا ڪئي وئي آهي. پاڪستان جي سڀ کان وڏي بجلي گهر گڏو ٿرمل جو تعميراتي ڪم، 1969ع



۾ شروع ٿيو ۽ 1980ع تائين هن بجلي گهر 439 ميگا واٽ تائين بجلي پيدا ڪرڻ شروع ڪئي ۽ اڄڪلهه هتان 1655 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي.

**سنڌ ۾ موجود بجلي گهر:** (1) ڄامشورو پاور جنريشن ڪمپني (GENCO-I). هي بجلي گهر حيدرآباد کان 18 ڪلوميٽر جي مفاصلي تي دادو روڊ تي، سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي واقع آهي، جنهن ۾ 4 يونٽ آهن. هن بجلي گهر مان 850 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي.

(2) سينٽرل پاور جنريشن ڪمپني (GENCO-II) گڏو، جيڪو ضلعي جيڪب آباد ۾ گڏو بئراج وٽ واقع آهي. جنهن مان 1655 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪئي وڃي ٿي.

(3) لاکڙا پاور اسٽيشن (GENCO-IV)، کاٺوٽ، ضلعي دادو ۾ واقع هن بجلي گهر ۾ 50 ميگا واٽ جا 3 يونٽ 150 ميگا واٽ تائين بجلي پيدا ڪري سگهن ٿا.

**بجورڙو:** تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بَجير:** ٿر ۾ رهندڙ هڪ ذات. اها ذات ٿر ۾ مسلمانن توڙي هندن ٻنهي ۾ آهي. ٿر ۾ هن ذات جا ماڻهو ٺَڪُرَن جا نوڪر ٿي رهندا آهن، جن کي ٺَڪُرن جا گولا به چوندا آهن. بجيرن جون عورتون، ٺڪُرن جي نياڻين کي، شاديءَ جي موقعن تي گوليون ڪري ڏاج ۾ ڏينديون آهن. هاڻي اهو رواج ختم ٿيندو پيو وڃي.

**بچارام ليلارام ليڊواڻي:** هي بي. رام، سنڌوءَ جي ادبي نالي سان متعارف هو. سندس تعليم ايم. اي. ايل ايل ايم ۽ اي. ايف. آءِ آءِ هئي. 31 جنوري 1938ع تي، سکر ۾ ڄائو. پاڻ ڪيترن ڪتابن جو ليکڪ، هدايتڪار ۽ ڪهاڻيڪار رهيو آهي. وسيع تجربو هئس. سندس ڇپيل ڪتاب: 'نيسترداڻ'، 'بدني نقص ۽ انهن جو علاج'، 'ٻار ۽ انهن جو علاج'، 'شرم داڻ' ۽ 'ٻال مندر' آهن. ڪيترن ئي ڪتابن جو ترجمو ڪيل اٿس، جن ۾ 'آئينده جا ابا' ۽ 'ٻال مندرن جي سکيا جي اهميت' مشهور آهن. جڏهن ته ڪجهه ڪتابن جو مرتب پڻ رهيو آهي. جهڙوڪ: 'ٻاڇوشتڪ' ۽ 'ڀارت ۾ سنڌي ڊرمشالائون'. سال 1948ع ۽ 1958ع واري دور ۾ ايڪانڪي ناٽڪن ۾ اداڪار ۽ هدايتڪار جي حيثيت ۾ ڪم ڪيل اٿس. ڪيترين ئي اخبارن ۽ مئگزينن جهڙوڪ: "نيو ماڊل هاءِ اسڪول مئگزين"، "راشٽريه سيوڪ"، "سنڌو پرديپ دسيرا"، "سماج ڪلياڻ" ۽ "جيون جوت" ساليانن رسالن جو ايڊيٽر ٿي رهيو آهي. پاڻ ممبئيءَ ۾ رهندو هو ٿي چار سال ٿيا آهن، گذاري ويو آهي.

**بچاٽي:** ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ٿاڻي بولا خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'برهماٽي'، 'عرس شاهاڻو'، 'حسن شاهاڻو'، 'اميد علي شاهاڻو' ۽ 'عرضي شاهاڻو'.

**بچاڻي، بيگم شمشاد:** بيگم شمشاد بچاڻي لاڙڪاڻي ۾ ڄائي. هوءَ لاڙڪاڻي جي اڳوڻي ضلعي ناظم ۽ پيپلز پارٽيءَ سان لاڳاپيل سياستدان



خورشيد جوڻيجي جي ڀيڻ آهي هن 1968ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس ڪئي. هن جي شادي ٽنڊي الهيار جي سياستدان عبدالستار بچاڻيءَ سان ٿي، جيڪو پڻ پيپلز پارٽيءَ جو ليڊر آهي ۽ صوبائي وزير ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر به رهي چڪو آهي. اسيمبلي جي ميمبر ٿيڻ لاءِ گريجوئيشن جي شرط سبب هن پنهنجي سيٽ تي بيگم شمشاد کي بيهاريو ۽ 2008ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي هوءَ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊي. سندس مشغولي ڪتاب پڙهڻ ۽ سياست آهي.

**بچايو رند:** بچايو فقير عرف الهه بچايو پٽ بنگل خان رند. ڳوٺ اگهاماڻي، تعلقي ماتلي، تڏهوڪي ضلعي حيدرآباد جو رهاڪو هو ننڍي هوندي ئي پيءُ وفات ڪري ويس، انهيءَ ڪري ننڍي وهيءَ ۾ ئي پيٽ گذر لاءِ مال چارڻ جو پورهيو ڪرڻو پيس. بعد ۾ ڳوٺ محمد خان رند تعلقي جهول ۾ لڏي وڃي ويٺو جتي سندس اولاد اڃا رهي ٿو سندس بيت مشهور آهن. جيڪي نڙ تي ڇيا ويندا آهن. اندازاً 80 ورهين جي ڄمار ۾ 27 رمضان 1364هه/ ڊسمبر 1944ع ڌاري وفات ڪيائين.

**بچل:** هن شاعر جو ڪلام 20 صديءَ جي اوائل (1911ع) ۾ قلمبند ٿيل ڪافين جي هڪ بياض ۾ شامل آهي. 1900ع ڌاري گذاري ويو. ساڳئي نالي سان هڪ ڪافي گو شاعر هو جنهن جي ڪلام کي خوشيرام فقير سودائيءَ 1297هه/1880ع ۾، پنهنجي ڇپايل ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي.

**بچل پور:** ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'مير ڪرم علي پنهور'، 'رحيم داد پنهور'، 'پانڌي گهور شاٽي'، 'هوران خان جکراڻي'، 'بچل پور'، 'آسرداس عرف دايا' ۽ 'مير منظور علي خان پنهور'. دولتپور تعلقي ۾ پڻ 'بچل پور' نالي هڪ ڳوٺ موجود آهي.

**بچل شاهه:** هيءُ سکر جو بلند پايه شاعر ۽ صوفي درويش ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 1807ع ۾ شهر مانجهند، ضلعي دادوءَ (موجوده ڄامشوري) ۾ ٿي. هيءُ ڪافي گو شاعر هو جيڪو 1920- 1922ع ڌاري ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن. روهڙيءَ واري محمد محسن "بيڪس" جو همعصر هو بيڪس جي والد بيدل سان به سندس رهاڻ هوندي هئي. ننڍي هوندي عبادت ۽ رياضت ڏانهن لاڙي سبب پارسي ۽ عربيءَ جي ڪجهه تعليم حاصل ڪيائين. ان زماني ۾ سيٺ نهالچند جو مانجهند ۾ ويدانت جو گهڻو زور هو ڪيترائي فقير ۽ درويش وٽس ايندا هئا. هڪ پيري پرمهنس نالي هڪ سنت وٽس اچي رهيو جيڪو جليانوالا جي رهواسي سنت گلابداس جو شاگرد هو.

بچل شاهه اُن درويشن جي صحبت جو پياسي هو هو ڪافي ايترو ته متاثر ٿيو جو شهر ڇڏي وڃي جهنگ ۾ رهيو انهيءَ دوران سير سفر جو شوق جاڳيس. هند ۽ سنڌ جو سفر ڪندي وڃي ڪشمير کان نڪتو پوءِ مرشد جي حڪم موجب سکر ۾ آيو ۽ اُن سرزمين کي پريم نگر ۽ حيات نگر جا نالا ڏنائين. مسلمانن سان گڏ هندو به وڏي تعداد ۾ وٽس اچڻ لڳا ۽ وٽس سماع جون محفلون ٿيڻ لڳيون. خيرپور جي والي مير علي مراد خان ۽ لبِ تاريخ جي

مصنف خداداد خان جي ساڻس بيحد عقيدت هئي. ان کان علاوه سندس صحبتن ۾ جان الله شاھ تيون، حضرت بيدل جو مرشد بہ شامل هوندو هو هندن مان ولايت راءِ ۽ سندس شاگرد جيوت سنگھ سان سندس گهاٽو پريم هو بچل شاھ وحدت الوجود جو قائل هو. بچل شاھ 3 مئي 1906ع تي 100 سالن جي ڊگهي عمر ۾ سکر ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاھ مهراڻ جي پڪ تي سکر بئراج لڳ بچل شاھ مياڻي ڳوٺ ۾ آهي.

**بچل شاھ**[2]: هن ساڳئي نالي سان هڪ بزرگ جي مزار شاھ آباد لڳ لاڙڪاڻي ۾ آهي، هتي هرسال شوال مهيني جي 19- 20 ۽ 21 تاريخ تي ميلو لڳندو آهي.

**بچل شاھ جيلاني**: گمبٽ ويجهو سچل ڏنہ مهر شاھ جو گادي نشين ۽ پ.پ ايم. پي. اي، 17 ڊسمبر 1952ع تي سيد صالح محمد شاھ جيلانيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. بچل شاھ جيلاني، وڪالت ۾ سيد غوث علي شاھ جو جونيئر بہ رهيو ۽ اُن جي نگران وزارت اعليٰ دوران سندس روينيو بابت صلاحڪار پڻ هو. علم ادب سان چاھ سبب هڪ ناول ”ترا ندر جا تاڪ“ لکيائين. جنهن جو مهاڳ سنڌ جي نامور اسڪالر الهداد ٻوهيي جو لکيل آهي. جيلاني صاحب 10 سالن تائين ڊسٽرڪٽ بار خيرپور جو صدر پڻ رهيو ۽ هاءِ ڪورٽ بار ايسوسيئيشن جو ميمبر هئڻ سان گڏ هُو ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ کان پوءِ سچل چيئر جو چئن سالن تائين صلاحڪار بہ رهيو. ان کان علاوه ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو بہ پيرا ميمبر ۽ سنڌ ڪائونسل جو ميمبر پڻ رهيو. ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن ڪميشن خيرپور جو چيئرمين پڻ رهيو. بچل شاھ جيلاني هن وقت سنڌ اسيمبليءَ جو چونڊيل نمائندو آهي ۽ ۽ ”لا اينڊ هيومن رائيٽس ڪميشن“ جو چيئرمين آهي.

**بچو بادشاھ**: بچو بادشاھ پهرين حُر تحريڪ جو هيرو هو جيڪا انگريزن خلاف 1870ع کان 1898ع تائين هلي هئي. هن جو اصل نالو بچل خاصخيلي هو هو حر تحريڪ جي ويڙهاڪ وريام فقير خاصخيليءَ جي گهر ۾، موجوده



سانگهڙ ضلعي جي منڙائو ڳوٺ ۾ جائو هو بچو بادشاھ پنهنجي ساٿين سان گڏجي مکي ٻيلي جي ڀرپاسي واري علائقي ۾ انگريزن جي عملداريءَ کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ اهو سڄو علائقو موجوده دور جي زبان ۾ چئجي تہ انگريزن لاءِ ’نو گو ايريا‘ (No Go Area) بڻجي چڪو هو. هُن پنهنجي ساٿي، پيرُو ڪاسائي عرف پيرو وزير (جيڪو ناري، خيرپورميرس جو رهاڪو هو) سان گڏجي انگريزن خلاف زبردست ڪارروائيون ڪيون ۽ مقامي ماڻهن کي هدايت ڪئي تہ اهي انگريزن کي ڍل ۽ ٻيا ٽيڪس نہ ڏين. انگريز سرڪار پير حزب الله شاھ ’ڪوٽ ڏتي‘ تي دٻاءُ وڌو تہ هُو باغين کي پيش پوڻ لاءِ مجبور ڪري. انگريزن بچوءَ جي ڏاڏي ڳولا ڪئي، سندس پيءُ وريام کي گرفتار ڪيو جيڪو قيد جي تشدد ۾ گذاري ويو بچو بادشاھ اڳتي هلي، مرشد جو حڪم مڃي، 1896ع ۾ هٿيار ڦٽا ڪري پيش پيو

ڪيس عيسيٰ ڏاهريءَ سان گڏ ميرپورخاص موڪليو ويو. جتي انگريز جج مقدمو هلائي ڪيس ڦاسيءَ جو حڪم ڏنو سندس گرفتاريءَ جي هڪ مهيني کان پوءِ ڪيس سانگهڙ ۾ سرِعام ڦاسي ڏني ويئي. ڪيس سرِعام ڦاسي ڏيڻ جو ڪارڻ تاريخدان اهو ڄاڻايو آهي تہ انگريزن چاهيو ٿي تہ ٻيا باغي پيش پون ۽ سبق سکن. ڦاسيءَ ڏيڻ بعد سندس لاش اُن هنڌ جي ڀرپاسي ۾ دفنايو ويو. سانگهڙ شهر ۾ هن وقت ان بهادر شخص جي نالي سان ’بچو بادشاھ چوڪ‘ پڻ آهي.

**بچو بادشاھ**[2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ اڪيڊمي حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو جيڪو اڄڪلھ ناپيد آهي.

**بچو بادشاھ ۽ پيرو وزير** (ڪتاب): هن نالي سان شهيد صبغت الله شاھ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سانگهڙ جي پروفيسر مبين وساڻ هڪ مڪمل ڪتاب لکي 2007ع ۾ پيج پاڳارو پبليڪيشن سانگهڙ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن




ڊيمي سائيز جي ڪتاب جا 219 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 150 رپيا آهي. پهريون پيرو مبين وساڻ، بچو بادشاھ بابت تاريخ ۽ عوامي روايتن مان ملندڙ مواد کي چنڊي ڇاڻي هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي ۽ هن وڏي تحقيق سان بچو بادشاھ جو هڪڙو ڏنڌلو فوٽو پڻ هٿ ڪيو جنهن کي سانگهڙ جي نوجوان مصور اسماعيل مهديءَ نئين سر پينٽ ڪري تيار ڪيو جيڪو ڪتاب جي سرورق تي داخل آهي ۽ تاريخ ۾ اڳتي بچو بادشاھ جي اها ئي واحد تصوير رڪارڊ ۾ رهندي.

**ٻُچي**: هيءُ رڍن جو نسل چولستان، بهاولپور، مظفرڳڙھ ۽ ملتان ۾ بہ ملي ٿو. اتر سنڌ ۾ ٿوري انداز ۾ نظر ايندو آهي. وچولي قد بت وارو رنگ جو اڇو مٿو ۽ ڪنڌ ڀوري يا گهري ناسي رنگ جا ٿيندا اٿس. ننگون ڊگهيون ۽ ڪن ننڍا ٿيندا اٿس. ڪڏهن ڪڏهن ڪنن جي چوڌاري ڪارو چلو بہ ٿيندو اٿس. پڇ ڪجهہ وڏو هوندو اٿس. هن نسل جا جانور سخت جان آهن. منجهن خوراڪ ۽ پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ کي برداشت ڪرڻ جي سگهہ موجود آهي، سندن اڇي رنگ جي اُن ڊگهي، سٽيي ۽ گهنڊيدار ٿيندي آهي. سراسري طور منجهانئن هڪ ٻَهرو ساليانو 2 ڪلو گرام اُن ڏيندو آهي. نر جانور جو سراسري وزن 35 ڪلوگرام ۽ مادي جو وزن 30 ڪلو گرام ٿيندو آهي.

**بچي جاگير**: تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’بچي جاگير‘ ’الهي جي مياڻي‘ ’حاجي سوڍر‘ ’ڪوڙو سوڍر جانوري‘ ’قيوم پٽو‘ ’چانڊيا وليچ‘ ۽ ’ممتاز علي سوڍر‘.

**بَچڙو**: ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’بچڙو‘ ’سڪندر آباد‘ ’حاجي اٿل بنگلاڻي‘ ’الاهي بخش ڪندراڻي‘ ’تاج محمد ڪندراڻي‘ ’خيرمحمد ٻرڙو‘ ’گلاب ٻرڙو‘ ’حاجي رحيم بخش‘ ’ٻاڻي خان ڪوسو‘ ’راضي ڪندراڻي‘ ۽ ’لالومل‘.

**ٻُچيري**: ٻچيري، نواب شاھ تعلقي جو اهم ڳوٺ، بلڪ ننڍو شهر آهي. هتي زرداري، سهتا، عباسي، بروهي، رند ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. ٻچيريءَ ۾ هاءِ اسڪول، گرلس مڊل اسڪول، ۽ آسپاس پرائمري اسڪول گهڻا آهن. واپار بہ چڱو هلندڙ آهي. هن ڳوٺ کي اسپتال، واٽرسپلاءِ نظام ۽ بجليءَ جون سهوليتون پڻ مليل آهن. نوابشاھ ۽ پڊعيدن جي وچ تي ريلوي اسٽيشن پڻ آهي. ٻچيريءَ جو موجوده شهر اسٽيشن جي سهوليت سبب ريلوي لائين ويجهو جڙيو، نہ تہ اصل ڳوٺ کي هينئر پراڻي ٻچيري چيو ويجي ٿو جيڪو موجوده شهر کان اتر اولهہ طرف ڏيڍ ڪلوميٽر کن جي پنڌ تي آهي. جتان اڳ ۾ درياھ وهندو هو ان کان سواءِ انگريزن جي دور ۾ پوليس ٿاڻو ۽ ڪورٽ جي بلڊنگ موجوده شهر ويجهو ٺاهي وئي هئي. ان ڪري ماڻهو آهستي آهستي موجوده شهر ۾ اچڻ لڳا ۽ پراڻي ٻچيريءَ ۾ فقط هڪ مسجد وڃي بچي آهي، جيڪا سم جي پاڻيءَ جي وچ ۾ اجا تائين بيٺل حالت ۾ آهي. ان ڪانسواءِ هڪ درويش سيد لهري شاھ جي درگاھ پڻ موجود

آهي. براڻي بڇيريءَ ۾ تمام وڏا واريءَ جا دڙا آهن. جيڪي شاهدي ڏين ٿا ته سنڌو درياءَ ڪنهن زماني ۾ هتان وهندو هو. هڪ مقامي روايت موجب هيءُ ڳوٺ درياهه جي ڪنهن چاڙهه جي پُڇڙيءَ ۾ آباد هو اُن ڪري 'پُڇڙيءَ' مان بدلجي 'بڇيري' بڻيو. پر عقل اها ڳالهه تسليم نه ٿو ڪري. ان جو پسمنظر ڪو ٻيو هوندو. جنهن تي تحقيق جي ضرورت آهي.

**بحالڪاٽي:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڪنڌڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'بالاچ' ۽ 'سليم بجاراڻي' ڳوٺ آباد آهن.

**بحر:** سمنڊ. وڏو ۽ ڳنڍيل پاڻيءَ جو سڀ کان وڏو علائقو جيڪو اصل ۾ دنيا جي سڄيءَ زمين جو 70 سيڪڙو آهي. سهوليت لاءِ اُن کي ائٽلانٽڪ سمنڊ،



پئسفڪ سمنڊ ۽ هندي وڏي سمنڊ ۾ ڀين الڳ الڳ نالن سان سمنڊن ۾ ورهايو ويو آهي. سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ حرارت موجود آهي، جنهن کي پاڻيءَ جون ويرون ۽ هوائون ورهائيندڙيون آهن. بحري پاڻي هميشه حرڪت ڪندو رهندو آهي. ويرون پاڻيءَ کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن ڪڍي وينديون آهن. سمنڊ جي سراسري گهرائي 500، 12 فوٽ آهي. هر 33 فوٽن جي گهرائيءَ تي فضا جو دٻاءُ 15 پائونڊ هڪ ڪيوسڪ فوٽ تي وڌي ويندو آهي. اڄ تائين معلوم ٿيل سمنڊ جي وڌ کان وڌ گهرائي 800، 35 فوٽ پئسفڪ وڏي سمنڊ (بحرالڪاهل) جي 'سارياناس' ۽ 'نيروديپ' وارن هنڌن تي آهي. بحري يا سامونڊي پاڻيءَ جي ڪثافت عام پاڻيءَ کان وڌيڪ آهي. خيال آهي ته هن پاڻيءَ ۾ دنيا جا سڀ عنصر حل ٿيل حالت ۾ موجود آهن. البت ڪلورين، سوڊيم، تيزاب ۽ مئگنيشيم جو مقدار وڌيڪ آهي. سامونڊي جانور گهاٽي ۽ لڙائيل پاڻيءَ ۾ گهٽ ويندا آهن. اُهي اهڙي پاڻيءَ ۾ رهن ٿا، جتي آلودگي ۽ دٻاءُ گهٽ هجي ۽ روشني پهچي سگهي. ٽن وڏن سمنڊن کان علاوه ڪي ٻيا سمنڊ به مشهور آهن: 'اتر وڏو سمنڊ'، 'ڏکڻ وڏو سمنڊ'، 'اڇو سمنڊ' (روس جي اُتر ۾)، 'ڳاڙهو سمنڊ'، (عربستان ۽ آفريڪا جي وچ ۾)، 'يُونوچ سمنڊ' (يورپ ۽ آفريڪا جي وچ ۾) ۽ 'ڪارو سمنڊ' (ڪئسپين ڍنڍ، جيڪا روس جي ڏکڻ ۾ آهي).

**بَحرَ:** علم عروض جا مقرر ڪيل پيمانا، جن جي وزن ۾ شعر چئي سگهجي. عروض جا مروج بحر خليل بن احمد عروضيءَ (وفات 175هه/791ع) جا ايجاد ڪيل آهن. ڪن استاد شاعرن بعد ۾ نوان بحر به ايجاد ڪيا آهن. غزلن، قصيدن ۽ قطعن لاءِ 19 بحر، مثنويءَ لاءِ 9 بحر رائج آهن. جڏهن ته هاڻي غزل، عروضي وزنن کان سواءِ چند تي به لکيو وڃي ٿو. عام مشهور اوڻيهه بحر آهن: 'بحر طويل'، 'بحر مزيد'، 'بحر بسيط'، 'بحر ڪامل'، 'بحر وافر'، 'بحر هزج'، 'بحر رجز'، 'بحر رمل'، 'بحر مُنسوح'، 'بحر مضارع'، 'بحر مقتضب'، 'بحر مُجتث'، 'بحر سريعُ'، 'بحر جديد'، 'بحر قريب'، 'بحر خفيف'، 'بحر مشاڪِل'، 'بحر متقارب' ۽ 'بحر متدارڪ'.

**بحرالدين سگهڙ:** بحرالدين ولد ڪوڙو خان شنباڻي، تخلص "بحر"، 1950ع ۾ ڳوٺ درياءِ خان شنباڻيءَ (ضلعي خيرپور) ۾ جائو. اڻ پڙهيل آهي. سندس ڏنڌو هاريو آهي. بهترين سگهڙ آهي. ڳوٺ جسڪاڻي، تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ، ضلعي خيرپور ۾ رهي ٿو.

**بحرالعشق** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب صوفي رڪيل شاهه قادريءَ جو رسالو آهي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 410 صفحا آهن ۽ قيمت 10 رپيا اٿس. هن رسالي جو ٻيهرين ڇاپو ٿئو پٽ لوڪومل گرناڻيءَ، ڪرائون سائيز ۾ ڇپايو هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ صوفي رڪيل شاهه قادريءَ جو ڪلام ڏنل آهي. رايل سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 172 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو ٻيهرين، فقير پير بخش ابڙي، رهندڙ ڳوٺ طيب، تعلقي رتيديري، سال 1952ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ڇاپو ٽيون، هرگنداس ولد ڪندن مل، ٽيڪنيڪل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1968ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جڏهن ته هن جو تازو ڇاپو روشني پبليڪيشن پاران 2005ع ۾ ڇپرايو ويو آهي. ان کان سواءِ هڪ ڇاپو جيڪب آباد جي فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا ڇپايو هو. جنهن کي ٿوريءَ ڦير گهير ۽ نئين ترتيب سان روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2005ع ۾، خوبصورت ٽائيٽل سان، ڊيمي سائيز ۾ ڇپايو ويو آهي. هي رسالو 485 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت 200 روپيا آهي.




**بحر العميق** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي صوفي شاعر سيد چيزل شاهه قادر يءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. جيڪو حڪيم اعجاز حسين چانڊيي ترتيب ڏيئي، روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن کان اڳ "بحر العميق" جا ٽي ڇاپا 1987ع 2001ع ۽ 2004ع ۾ ڇپجي چڪا آهن. ٻيهرين ڇاپو فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا جيڪب آباد واري ڇپايو هو. ٻيو ڇاپو به انهيءَ عقيدتمند ڇپرايو هو ۽ ٽيون ڇاپو ٻڻ ساڳئي ئي شخص ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جڏهن ته هي چوٿون ڇاپو نئينءَ ترتيب سان سنواري سڌاري، روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران شايع ڪيو ويو آهي. هن 269 صفحن واري ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. هن ڪتاب جي سر ورق تي سيد چيزل شاهه جي روشني جي تصوير ڏنل آهي، جڏهن ته اندرين صفحن ۾ سيد رڪيل شاهه، سيد چيزل شاهه ۽ سيد صادق علي شاهه صوفيءَ جون رنگين تصويرون ڏنل آهن.




**بحرالڪاهل:** پئسفڪ وڏو سمنڊ، جيڪو ايشيا ۽ آمريڪا جي وچ ۾ آهي، دنيا جي هن وڏي ۾ وڏي سمنڊ، تقريباً 7 ڪروڙ سال ق. م ۾ وجود ورتو. هن جي ڊيگهه، 7 هزار ميل ۽ ويڪر 11 هزار ميل آهي. هن جا گهڻا ٻيٽ ڏکڻ اولهه ۾ هڪ ئي هنڌ آهن. هي سمنڊ سراسري طور 14 هزار فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 36،198 فوٽ اونهو آهي. سورهين صديءَ ۾ اسپين ۽ پورچوگال کي هن سمنڊ تي بالادستيءَ جو اختيار هو انگريزن ۽ ولنديزين جا قدم سترهين صديءَ ۾ ڄميا.



فرينچن ۽ روسين ارڙهين صديءَ ۾، جرمني، جاپان ۽ آمريڪا، اوڻيهين صديءَ ۾ واپار جي بهاني سان پئسفڪ وڏي سمنڊ ذريعي اثر وڌايو. موجوده دور ۾ هن سمنڊ کي هر لحاظ سان غيرمعمولي جنگي اهميت حاصل آهي. هيءُ سمنڊ ٻين سمنڊن جي پيٽ ۾ مانو هئڻ ڪري "ڪاهل" يعني سست سڏيو ويو آهي.

**بحراٽيءَ تي ڇيڄ جو ناچ** (ناچ): دريا پنٿي هندو سانوڻيءَ جي موسم ۾ دريا شاهه تي ناريل جي پيٽا چاڙهيندا هئا. ان لاءِ بحراٽو ڪيندا هئا. هڪ نوار جي منجي جنڊي لٺل، ان ۾ وڏو ٺامي جو ٿالهه رکي، اٿي مان ٺهيل ڏيئا سڄي گيهه ۾ ٻاري ٿالهه ۾ رکندا هئا. ان سان گڏ مصري پتاشا مٺايون وغيره رکي اگربتيون ٻاريندا هئا. ان سڄي ٽڪساٽ کي بحراٽو ڪوٺيندا هئا. پوءِ دهلاري بحراٽو وڄت، جيڪا تڪي ڪلواڙي سان ملندڙ هئي ۽ ٻيا ساز وڄائيندا هئا ۽ دريا پنٿي گهنگهرن سان جنڊي چڙهيل ڏونڪا هٿن ۾ ڪٽي پڙ ڪري ڇيڄ هڻڻ شروع ڪندا هئا ۽ ڪي جهانجهه وڄائيندا هئا. ناچو ڏانڊيا ڏانڊين تي هٽي ناچ وجهندا هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ دهلاري ٽڪي وڻڻ تي ناچ بند ڪري چوندا هئا "لال جا ٻهاڻي، جهولي لعل" ٻيا ٻيئل چوندا هئا "جهولي لعل" اهڙيءَ طرح ناچ وجهندا دريا شاهه تي يا ڳوٺ کان ويجهي وهندڙ واهه تي رات جو اهو بحراٽي وارو سامان دريا داخل ڪري نچندا ٽپندا واپس ٿيندا هئا. هي مذهبي قسم جو ناچ آهي.

**بحرو وَڃاٽي**: لاڙ جي چئن مشهور درويشن (ابراهيم ناگوراٽي ۽ ساٿين) مان هڪ درويش جو نالو.



**بِحري باز**: هيءُ باز، ڪارَ اَڪيو سنڌ جو شڪاري پکي آهي، دنيا جي گهڻن حصن ۾ ٿيندو آهي، هيءُ باز عام طرح وڏين ڍنڍن جي ويجهو ڏسڻ ۾ ايندو ڪنب پڪڙيل هوندا اٿس. هن جي وسيلي تلور ۽ ٻيلائي پکين جو شڪار ڪيو ويندو آهي.

**بَحرِي ٻاشو**: 'باز' پکيءَ جو هڪ قسم، "ڪلهيو باز". (بحري ٻچي جي مادي، مٿو اڇو ۽ وڏو، ڪلهن تي ڳاڙهو رنگ، سياه چشم، ڳچيءَ ۾ ڪارو پٽو اڏامڻ جو تيز).

**بحري تار**: اڃا وائرليس ايجاد ڪونه ٿيو هو ته سمنڊن ۾ پيغام ڏيڻ وٺڻ جو ذريعو وڇايل تارون هيون، جن کي بحري تار يا سامونڊي تار چيو ويندو آهي. وائرليس جي ايجاد ٿيڻ جي باوجود اڄ به اهي تارون ڪارائتيون آهن. انهن سان بحري پيغام رسائيءَ جو ڪم سرانجام ڏنو وڃي ٿو. انهن تارن جو 1884ع ۾

پهريون ڪامياب تجربو ٿيو جيڪو هر هنڌ استعمال ڪيو پيو وڃي.

**بحري جهاز**: سمنڊ ۾ هلندڙ جهازن کي بحري جهاز چيو ويندو آهي. انساني ارتقا دوران جڏهن انسان وڏيڪ سمجهدار ٿيو ۽ ڪاٺيءَ کي پاڻيءَ ۾ ترندي ڏٺائين، ته پوءِ هو ڪاٺين ذريعي دريائن ۽ سمنڊن ۾ ترڻ لڳو. انسان جيئن جيئن ترقي ڪندو ويو تيئن هن ڪاٺين کي گڏي



ڪُڏ جيان ٻيڙيءَ جو بنياد وڌو ۽ ان تي ويهي سفر ڪرڻ لڳو ۽ ان ذريعي سامان ڪٽڻ شروع ڪيائين. اهڙيءَ طرح انسان ترقي ڪري ٻيڙي ٺاهي. تاريخ مان پتو پوي ٿو ته 6300 ق.م ۾ پهرين ٻيڙي ٺاهي وئي. جنهن جا آثار ماهرن ڳوليا. 400 ق.م ۾ مصرين ڊگهين ٻيڙين ٺاهڻ جو رواج وڌو ۽ پوءِ سڀڻن جو استعمال ڪيو. ان سان اهو فائدو ٿيو جو ٻيڙي درياءَ جي اوڀاري طرف به هلڻ لڳي. ان کان پوءِ جنگين ۾ به ان جي اهميت وڌي وئي. واپار جي لحاظ سان پڻ ڪارائتي ثابت ٿي. 1200 ق.م ۾ يونانين ۽ فنيڪين، ميڊيٽيرين سمنڊ تي قبضو ڪري وڏن ٻيڙن سان واپار شروع ڪيو. جڏهن ته 100 ق.م ۾ رومين هڪ وڏو بحري ٻيڙو ٺاهيو هو. جنهن جي ڊيگهه 180 فٽ ۽ ويڪر 45 فٽ هئي. سنڌو تهذيب جي آثارن مان پڻ پتو پوي ٿو ته ٽڏهوڪي دور ۾ به سنڌي ماڻهن جو ٻيڙن ذريعي پرانهن ملڪن سان واپاري رستو هو. 1736ع ۾ ٻيڙيءَ جي اهميت ۾ واڌارو ٿيو ۽ ان کان پوءِ ته فرانس ۽ برطانيه ۾ ٻيڙين ٺاهڻ جون ڪمپنيون کلي پيون. رابرٽ فلٽن ارڙهين صديءَ ۾ تارپيڊو ۽ آبدوزي جهاز تيار ڪيا. هاڻوڪي دؤر ۾ پاڻيءَ جا جهاز مسافرن ۽ واپار لاءِ ڪارامد ذريعو آهن. ان کان سواءِ فوجي سگهه لاءِ به بحري جهاز ڪتب اچن ٿا. جنهن جو مثال پهرين ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي آهي.

**بحرين**: ايراني نار (Arabian Gulf) جو هيءُ آزاد ملڪ، سعودي عرب ۽ قطر جي وچ تي واقع آهي. سرڪاري نالو "اسٽيٽ آف بحرين" اٿس. هن ملڪ جي پکيڙ 678 چورس ڪلوميٽر آهي ۽ ان جي گاديءَ جو هنڌ "مناما" (Manama) آهي. سرڪاري ٻولي عربي ۽ سڪو "دينار" سڏجي ٿو. هتي جو مذهب اسلام آهي. هن ٻيٽ جي ڊيگهه 48 ڪ.م (30 ميل) ۽ ويڪر 16 ڪ.م (10 ميل) آهي. هتي جو اوچو جبل "دخان" آهي، جنهن جي اوچائي 135 ميٽر آهي. آب وهوا ٿڌي، ڊسمبر ۽ مارچ مهينن ۾ مينهن پوي ٿو. جڏهن ته سراسري گرميءَ جو پد 19 درجا آهي. هيءُ ملڪ عيسوي سال کان 2000 سال اڳ واپار جو وڏو مرڪز هو. 18 صدي عيسويءَ ۾ خليفي خاندان جي قبضي هيٺ رهيو. هن ملڪ جو 1861ع ۾ برطانيا سان دفاعي معاهدو ٿيو. 1971ع ۾ آزادي حاصل ڪيائين ۽ 1973ع ۾ پارلياماني نظام قائم ڪيو ويو. ملڪ جو وڏو سربراهه "امير" آهي، جيڪو وزيرن کي مقرر ڪندو آهي؛ جڏهن ته سمورن وزيرن جو سربراهه وزيراعظم هوندو آهي. هيءُ ملڪ قدرتي وسيلن سان مالامال آهي. هتي تيل جا وڏا ذخيرا، قدرتي گئس، چن جو پٿر ۽ جپسم وڏي تعداد ۾ ملي ٿو. ان کان سواءِ هتي تيل صاف ڪرڻ ۽ جهازن جي مرمت جا ڪارخانا پڻ آهن. هن وقت بحرين تيل جي واپار، بئنڪنگ ۽ تجارت جو وڏو مرڪز آهي.

**بَحِيرا:** هڪ نسطوري عيسائي راهب، جنهن حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن کي حضرت ابوطالب سان گڏ ڏسي ڪين سڃاتو هو تہ پاڻ آخري زماني جو نبي آهي.

**بخار:** عام ماڻهوءَ جي بدن جي سراسري گرميءَ جو پد سراسري طور 98 سينٽي گريڊ ٿئي ٿو ۽ جڏهن اهو وڌي ٿو تہ پوءِ اُن کي "بخار" چئبو آهي. جسم



۾ جراثيم داخل ٿيڻ، عضون جي سور، ٿڪ، گرميءَ ۽ اُس ۾ رهڻ يا ڪنهن بہ اندروني تڪليف جي ڪري بخار ٿي پوندو آهي. بخار جا ڪيئي قسم آهن. موسمي بخار، مڇرن جي ڪري مليريا جو بخار، مدي جو تپ، ڳاٽي توڙ بخار وغيره. جانورن کي بہ بخار ٿيندو آهي، جنهنڪري جسم جي حرارت جو درجو وڌي وڃي ٿو. جڏهن جسم ۾ گرميءَ جي وڌيڪ پيدا ٿيڻ يا جذب ٿيڻ سان يا گرمي گهٽجڻ (Heat loss) ۾ خرابيءَ سبب گرمي پد وڌي وڃي، تہ ان کي هيٽ اسٽروڪ (Heat stroke) "ڏينهن لڳڻ" چئبو آهي. درجہ حرارت وڌڻ جو ٻيو سبب رت ۾ زهريلي مادي جو پيدا ٿيڻ آهي، جيڪو رت جي دوري ۾ ڪنهن بہ جراثيم يا وائرس وغيره جي داخل ٿيڻ سان چوٽ پيدا ڪري ٿو. جانورن ۾ بخار ٻن قسمن جو ٿيندو آهي: سيپٽڪ (Septic) ۽ اينٽيسيپٽڪ (antiseptic).

**سيپٽڪ بخار:** هيءُ بخار جو اهو قسم آهي، جيڪو وائرس، بئڪٽريا، فنجائي يا ڪنهن پروٽوزوئا جي چوٽ سان ٿئي ٿو. انفيڪشن سڄي بدن ۾ بئڪٽيريميا Bacteraemia يا سيپٽيسيميا Septicaemia جي صورت ۾ ٿيندي آهي. بدن ۾ خاص ردعمل (reaction) ٿئي ٿو جنهن جو اثر گرميءَ جي سينٽر تي ٿيڻ سبب گرمي وڌي وڃي ٿي.

**اينٽيسيپٽڪ بخار:** بخار جو هيءُ قسم ڪيميڪل بخار آهي، جنهن جو ڪارڻ ٻاهران داخل ٿيل پروٽين جي ري ائڪشن سان ٿئي ٿو.

**علامتون:** بخار ۾ ٽاڪسيميا ۽ هائپر ٿرميا جو گڏجي اثر ٿئي ٿو. جنهن ۾ جسم جو درجہ حرارت وڌي وڃي ٿو نبض تيز ٿي وڃي ٿي، اڃ تيز سهڪ وڌي ۽ بک ختم ٿئي ٿي، قبضي بہ ٿئي ٿي، جانور ۽ ماڻهو موڳو ۽ سست ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پيشاب گهٽ ۽ گهاٽو پيلاڻ مائل ٿئي ٿو بخار گهٽ وڌ بہ ٿي سگهي ٿو يا مسلسل بہ هوندو آهي. گهڻو ڪري ٻہ يا ٽي ڏينهن وڌيل حد تي رهندو آهي، پوءِ گهٽجي ويندو آهي. ڪن بيمارين ۾ هڪ دفعو بخار گهٽجي وري وڌندو ويندو آهي.

**علاج:** زهر پيدا ڪندڙ جراثيم کي ختم ڪري وڌيل بخار جو علاج ڪبو آهي. جيڪڏهن بخار تمام وڌيڪ ۽ مسلسل هجي، رت جو دورو يا ساهہ جو نظام جيڪڏهن ڪم ڇڏي رهيا هجن تہ مٿي تي ٿڌيون پٽيون رکجن.

**بخارا:** هيءُ شهر هن وقت 'ازبڪستان' ۾ شامل آهي، جيڪو اڳاٽي وقت ۾ عالم اسلام ۽ وچ ايشيا ۾، خصوصاً اسلامي تهذيب ۽ تمدن جو عظيم الشان مرڪز رهيو آهي. هيءُ شهر زوافشان درياهہ جي نشيبي وهڪري واري وڏي نخلستان ۾ آباد آهي. هيءُ علائقو "ماوراءالنهر" جي جاگرافيائي اصطلاح سان بہ سڃاتو ويندو آهي. اسلام کان اڳ بخارا جو ذڪر ورلي ملندو هو بخارا جو اڳاٽو ذڪر ستين صدي عيسويءَ جي چيني ماخذن ۾ ملي ٿو پر شهر جو نالو "پوهر" ڄاڻايل آهي، جيڪو اڳتي هلي "وِهارا" (خانقاہ) ٿيو ۽ جڏهن عربن جي فتح کان پوءِ هن شهر جي تاريخ عربن مرتب ڪئي تہ "بخارا" ۾ تبديل ٿي ويو چيو وڃي ٿو تہ عربن جو پهريون لشڪر 54هہ/ 674ع ۾ عبدالله بن زياد جي قيادت ۾ بخارا تي حملي آور ٿيو ان زماني ۾ بخارا تي ترڪ بيواهہ راڻي 'قُبح خاتون' حڪمران هئي، جيڪا پنهنجي نابالغ پٽ جي طرفان قائم مقام هئي. 91 هہ/ 710ع ۾ قُتيبہ بن مسلم پنهنجن دشمنن کي شڪست ڏيئي، شاہ بخارا جي حيثيت سان بخار خدات (شاہ بخارا) مقرر ٿيو. اهوئي قُتيبہ بن مسلم هو جنهن بخارا ۾ اسلامي حڪومت کي مضبوط بنيادن تي استوار ڪيو هو. رمضان 121هہ/ 738ع تائين ڪيترائي ڀيرا ترڪن بخارا تي حملا ڪيا، پر بخارا تي عربن جو قبضو جاري رهيو. شاہ بخارا شروع شروع ۾ هڪڙي سني مسلمان وانگر زندگي بسر ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ بخارا سنڌ جي سرحدن کان ڪافي پري آهي، ان هوندي بہ بخارا تي منگول حملن، اندروني فسادن ۽ رياستي افراتفريءَ سبب اتان اُڪنڊ ڏانهن وڏيون هجرتون ٿيون آهن. انهن هجرتن سبب سنڌ جي سياسي ۽ مذهبي وايومنڊل تي هڪ خاص اثر پيو آهي. ڪربلا جي واقعي کانپوءِ ايران ۽ بخارا طرف لڏي ويل اڪثر سادات ڪٽنب وقت بہ وقت ٿيندڙ سياسي اٿل پٿل ۽ قتل غارت سبب افغانستان رستي ڪشمير ۽ پنجاب کان ٿيندا سنڌ يا دهليءَ طرف لڏيندا ويا. جديد فارسي ادب جو فروغ بخارا مان ئي ٿيو. ايران جي گهڻن شهرن وانگر جاگرافيدانن بخارا کي ٽن وڏن حصن ۾ ورهايو آهي: (1) قلعہ، (2) خاص شهر يعني شهرستان، ۽ (3) مضافات شهر. جيڪو قديم شهر ۽ اسلامي عهد ۾ تعمير ڪيل فصيل جي وچ ۾ آباد هو. قلعو قديم ترين زماني ۾ انهيءَ هنڌ هو جتي هينئر بہ موجود آهي. هيءُ قلعو 716 هجريءَ ۾ ڪئين ڀيرا تباهہ ٿي، ٻيهر ٺهندو رهيو. زوال واري زماني ۾ بہ بخارا، اسلامي علم ۽ دانش جو مرڪز رهيو ۽ انهيءَ حيثيت سان ئي ان جي مشهوري ۽ ناموري قائم رهي. 6 صدي هجري/ 12 صدي عيسويءَ ۾ علماءَ جو هڪ معزز خاندان 'آل برهان' بخارا ۾ هڪ قسم جي ديني حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ هيءُ علائقو ٿوري عرصي لاءِ آزاد ٿي ويو. 604هہ/ 1207ع ۾ جڏهن هڪڙي عوامي (شيعا) بغاوت جي ڪري، انهن کي شهر کان نڪرڻو پيو تہ ڪين غيرمسلم آقائن وٽ پناهہ وٺڻي پئي. انهيءَ سال هيءُ شهر، محمد بن ترڪش خوارزم شاهہ جي حڪومت ۾ اچي ويو. هُن قلعي جي نئين سر مرمت ڪرائي ۽ ٻيون عمارتون اڏايون.

ابن الاثير جي بيان مطابق 4 ذوالحج 616هہ/ 10 فيبروري 1220ع تي بخارا شهر، چنگيز خان جي لشڪر جي اطاعت قبول ڪئي. قلعي تي قبضو ٻارهن ڏينهن کان پوءِ ٿيو. شهر کي تاراج ڪيو ويو. جامع مسجد ۽ چند محلاتن کي ڇڏي، سڄي شهر کي باهہ ڏيئي ساڙيو ويو. پر بخارا جلد ئي پنهنجي اصلي حالت تي اچي ويو. تنهنڪري چنگيز خان جي جانشين جي عهد ۾ شهر جو ذڪر ڳتيل آباديءَ واري شهر ۽ علم و دانش جي مرڪز طور

ڪيو ويندو آهي. 905هه/ 1500ع جي لڳ ڀڳ بخارا تي شيباني خان جي سرڪردگيءَ ۾ اُزبڪن جو قبضو ٿي ويو ۽ ٻن مختصر دورن ۾ (916هه/1510ع کان پوءِ شيباني قتل ٿيو ۽ ٻئي دور (1153هه/1740ع) ۾ روس جي انقلاب تائين انهن جي هٿ هيٺ رهيو. ازبڪن جي قبضي هيٺ آيل سڀ علائقا، حڪمران خاندان جي ملڪيت سمجهيا ويندا هئا. خان جو تختگاهه سمرقند هو. شيباني خاندان جي ٻن حڪمرانن عبيدالله بن محمود ۽ عبدالله بن اسڪندر جو دارالسلطنت بخارا هو. سندن ئي طفيل بخارا ڀيهر سياسي ۽ فڪري زندگيءَ جو مرڪز بڻجي ويو. انهن کان پوءِ ايندڙ حڪمرانن به بخارا کي حڪومت جو مرڪز بنايو. اهڙيءَ طرح سمرقند جي اهميت ختم ٿي وئي. 10 صديءَ هجري/ 16 صدي عيسويءَ ۾ روس ۽ ازبڪ رياستن جي وچ ۾ واپاري تعلقات قائم ٿيا. 17 ۽ 18 صديءَ ۾ وچ ايشيا مان ايندڙ واپارين ۽ تارڪين وطن جون بستيون، جيڪي نوبوسڪ ۾ آباد هيون، اهي به روس ۾ بخارست جي نالي سان مشهور هيون. سن 1740ع ۾ نادر شاهه بخارا فتح ڪيو وقت سان بخارا سوويت يونين جو حصو ٿي ويو ۽ هاڻي ازبڪستان جو هڪ اهم شهر آهي.

**بُخارو:** ڪمري ۾ دونهين جي نيڪال لاءِ پٽ جي اندران نهيل چمنيءَ کي بخارو چئبو آهي. اڳي سياري جي ڏينهن ان ۾ ڪاٺيون يا ٽانڊا ٻاري ڪمري ۾ گرمائش پيدا ڪئي ويندي هئي ۽ زهريلي دونهين جي نيڪال لاءِ ان ۾ ديوار مان اندران ئي اندران ڇت تائين رستو رکيو ويندو هو جيتوڻيڪ ان جو بنيادي مقصد گرمائش پيدا ڪرڻ هو ان خاص اڏاوت کي سهڻي آرائشي شڪل ڏني ويندي هئي. هن چلهه جي پاسن واريون ٿنڀيون ۽ ان مٿان ليٽايل پٿري سِل يا اوساريل ونگ کي ڪارنس جي شڪل ڏيندا هئا. جنهن تي آرائشي شيون رکي وڌيڪ خوبصورت ڪيو ويندو هو. هاڻي جيئن ته روايتي چلهه ۽ ڪاٺيءَ جو رواج ختم ٿي ويو آهي، انڪري هيءَ اڏاوت به متروڪ ٿيندي ٿي وڃي. سنڌ ۾ انگريزن واري دور جي عمارتن ۽ ڊاڪ بنگلن ۾ بخارا اڃا به باقي آهن.

**بُخاري:** سنڌ جي سادات جي مشهور قبيلن (لڪياري، مٽياري، بخاري) مان هڪ قبيلي جو نالو، جن جا وڏا بخارا مان آيل هئا. سنڌ ۽ هند جا سمورا بخاري سادات، جلال الدين سرخ پوش بخاري رحمة الله عليه جو اولاد آهن. ڪين 3 فرزند هئا. (1) سيد احمد ڪبير، (2) سيد بهاؤالدين، (3) سيد محمد.

سيد سرخ بخاريءَ سيد بدرالدين رضويءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. بخارا کان سنڌو بکر آيو ۽ پوءِ ملتان ڏانهن ويو ۽ حضرت شيخ بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي دست مبارڪ تي بيعت ڪري، خلافت جو خرقو ڊڪيائين. سکر بخاري سادات جو قديم مسڪن هو تنهنڪري گهڻا بخاري پير هن شهر ۾ ئي آرامي آهن: جهڙوڪ مخدوم نوح بخاري، جيڪو قلعي بکر اندر ستل آهي، سيد سومر شاهه بخاري ۽ سيد بقا شاهه وغيره.

**بُخاري[2]:** هن نالي سان ضلعي ۽ تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'بخاري'، 'گدا علي'، 'لوهر'، 'علي نواز لوهر'، 'رسول بخش بروهي' ۽ 'دافتي مسجد' ڳوٺ آباد آهن.

**بخاري پير:** ڪنڌياري شهر جي پوليس ٿاڻي جي پرسان پير بخاري آرامي آهي. عام روايت آهي ته پاڻ پنهنجي دور جو ولي، ڪامل، متقي، فضيلت ۽ ڪمال وارو ۽ حال ۽ قال جو ڌڻي هو سندس آخري آرامگاهه جي پرسان مسجد شريف پڻ اڏيل آهي.سندس باري ۾ ٻي ڪا به معلومات نه آهي.

**بخاري، جمال الدين:** مشهور ڪميونسٽ رهنما ڪامريڊ جمال الدين بخاريءَ جو اصل نالو سيد جمال الدين ولد سيد زين العابدين بخاري هو هن 14 مارچ 1900ع ۾ هندستان جي شهر احمد آباد ۾ جنم ورتو سندس وڏن جو تعلق اُچ جي بخاري ساداتن سان هو جتان پوءِ سندس وڏا لڏي اچي احمدآباد جي "سنڌي واڙي" ۾ رهائش پذير ٿيا. سندس والد احمدآباد جي هڪ اسڪول جو پرنسپال هو هن پنهنجي فرزند کي مدرسي جي شروعاتي تعليم بعد جرمنيءَ اعليٰ تعليم لاءِ موڪليو هن 1914ع ۾ جونيئر ۽ سينيئر ڪئمبرج پاس ڪرڻ بعد وڌيڪ تعليم لنڊن ۽ علي ڳڙهه ۾ حاصل ڪئي. 1920ع ۾ گريجوئيشن ڪيائين. اُن بعد هو ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا ۾ شامل ٿي چڪو هو ۽ ان جو ڪُل وقتي ڪارڪن ٿي رهيو ۽ ڪجهه عرصو ڪميونسٽ پارٽي انڊيا جي سيڪريٽري پڻ رهيو هن اڃا اعليٰ تعليم ۾ مس قدم رکيو ته خلافت تحريڪ جو آغاز ٿي چڪو هو جمال لدين بخاري جي والد 1919ع ۾ لاڙڪاڻي خلافت ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي هئي ۽ ان بعد پاڻ پنهنجي پٽ جمال الدين کي مولانا محمد علي جوهر جي والده "بي امان" سان گڏ لاڙڪاڻي جي ٻين اجلاسن ۾ موڪليندو هيو هن 1919ع ڌاري روس ۾ ڪامريڊ لينن سان پڻ ملاقات ڪئي. ان وقت ساڻس گڏ مولانا عبيدالله سنڌي به هو ڪامريڊ جمال جي والد 1922ع ۾ وفات ڪئي.جمال الدين بخاري سياست ۾ مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا حسرت موهاني جو اثر قبول ڪيو هن 1920ع کان ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي. خلافت تحريڪ ۾ شموليت دوران 1922ع کان 1948ع تائين ڪُل 18 سال جيل ۾ ڪاٽيائين. 1923ع ۾ الوحيد ۾ ڪم ڪرڻ سان هن صحافت ۾ پير پاتو. پاڻ مختلف وقتن تي مختلف اخبارون ڪڍندو رهيو. ڪراچيءَ ۾ رهڻ دورن هفتيوار چنگاري (سنڌي)، صداقت (سنڌي) روزانه آزادي (اردو)، اخبارون جاري ڪيائين. لاڙڪاڻي ۾ اچي رهڻ ڪانپوءِ هفتيوار نيو ايرا (انگريزي) ۽ انصاف (سنڌي) اخبارون ڪڍيائين. 1940ع ڌاري سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ شموليت ڪيائين. ڪامريڊ عبدالقادر صدر ۽ جمال الدين بخاري سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. 1943ع ۾ شادي ڪيائين. ٻئي زال مڙس انقلابي هئا. 1946ع ۾ رائل انڊين نيوي جي بغاوت جي حمايت ۾ ڪميونسٽ پارٽي طرفان عيدگاهه ميدان ڪراچيءَ ۾ وڏو اجتماع ڪرايائين، جنهن تان ناراض ٿي سرڪار ڪميونسٽ پارٽي تي بندش وڌي. 1946ع کان 1949ع تائين پاڪستان ڪيمونسٽ پارٽي جو جنرل سيڪريٽري رهيو. 1949ع ۾ لاڙڪاڻي لڏي آيو هو سرگرم صحافي، سياستدان ۽ سماجي ورڪر هو ۽ ڪيس سنڌ ۽ سنڌي ٻولي سان پيار هو. ڪامريڊ جمال الدين، سائين جي. ايم. سيد ۽ حيدربخش جتوئي سان گڏ پڻ ڪم ڪيو چين جو وزيراعظم چواين لائي، مصر جو صدر جمال ناصر، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ٻيا اڳواڻ سندس صلاحيتن جا قائل هئا. ان ڀارت، روس، چين، جرمني، انگليند، ايران، عراق، سعودي عرب، ازبڪستان، آذربائيجان، افغانستان، برما، ٿائيليند، سريلنڪا، فرانس، چيڪو سلواڪيا، هالينڊ، بيلجيم، بيت المقدس، ترڪي، شام، بلغاريه، رومانيه، آئرليند، سائوٿ آفريڪا، مصر وغيره جا دورا ڪيا. جوانيءَ ۾ حج به ڪيائين. جواهر لال نهرو به هن جي صلاحيتن جو قائل هو. جنهن ڪيس 1961ع ۾ هندستان جي مرڪزي وزير ٿيڻ جي آڇ ڪئي، پر هن سنڌ ۽ سنڌين سان عشق سبب سنڌ نه ڇڏڻ سبب معذرت ڪئي. هن 1948ع ڌاري اسٽالن سان ڪميونسٽ پاليسيءَ تي ڪليل اختلاف ڪيا، جنهنڪري پاڪستان ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽريءَ جي جاءِ تي سندس بدران سجاد ظهير کي آندو ويو هن اعليٰ پائيءَ جي سياسي، سماجي شخصيت 17 ڊسمبر 1984ع تي لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي.

**بخاري، سيد حاڪم علي شاھ:** سيد حاڪم علي شاھ بخاري، سنڌ جو ناليوارو محقق، تاريخدان ۽ آرڪيالاجسٽ، 15 فيبروري 1938ع تي ڳوٺ غلام چانڊيي تعلقي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو سيد حاجن شاھ هو. مائٽن پهرين سندس نالو سيد علي اڪبر شاھ رکيو پر اسڪول ۾ ويهارڻ وقت سندس نالو حاڪم علي شاھ رکيو ويو. ابتدائي تعليم غلام چانڊيي اسڪول مان حاصل ڪري 1950ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيائين ۽ ساڳئي سال انگريزي تعليم لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ داخلا ورتائين، جتان 1957ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪيائين. انهيءَ سال ڊرائنگ جو انٽر ميڊيٽ امتحان پاس ڪيائين ۽ ڊپٽي ڪمشنر دادوءَ جي دفتر ۾ ڪلارڪي مليس. 1962ع ۾ روينيو کاتي جي نوڪري ڇڏي ڏنائين ۽ 1964ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هاءِ اسڪول جوهيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. ان وچ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ وارن کيس اسڪالرشپ ڏئي پشاور يونيورسٽيءَ مان آرڪيالاجيءَ ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ٿيڻ لاءِ منتخب ڪيو. سال 1968ع ۾ پشاور يونيورسٽيءَ مان آرڪيالاجيءَ ۾ ايم. اي پهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ وارن کيس نوڪري ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ان ڪري آرڪيالاجي کاتي ۾ ملازمت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين، جنهن جي نتيجي ۾ 1969ع ۾ سندس مقرري بحيثيت 'گيلري اسسٽنٽ' موهن جي دڙي تي ٿي. اهڙيءَ طرح آثار قديم کاتي ۾ 29 سال ملازمت ڪري، 14 فيبروري 1998ع ۾ اوڻويهين گريڊ ۾ رٽائر ٿيو.



سيد حاڪم علي شاھ کي ملازمت دوران مختلف وقتن تي اٽلي، جاپان ۽ برطانيہ وڃڻ ۽ ڪجھ سڪڻ جو موقعو مليو. کيس سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ سير سفر ۽ تحقيق ڪرڻ جا انيڪ موقعا مليا. هن کي تعليم تربيت ۽ اضافي ڪورسن جي سلسلي ۾ درجن کان وڌيڪ اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مليا. بخاري صاحب کي ننڍپڻ کان ئي راڳ رنگ ۽ عوامي ڪچهرين سان دلچسپي ھئي. راڳ جي علم کان پڻ واقف آهي ۽ گڏوگڏ فنونِ لطيفہ سان بہ وابستہ رهيو آهي. پاڻ ڪيترن ئي ڊرامن ۾ بہ ڪم ڪيو اٿس ۽ هن ڪجھ ڊراما پڻ لکيا آهن. ناميارو عوامي شاعر استاد بخاري سندس وڏو ڀاءُ هو.

حاڪم علي شاھ آرڪيالاجي کاتي ۾ نوڪريءَ دوران هيٺين ماڳن تي کوٽائي ڪئي:

1. اندان (Andan) سرحد صوبو سال 68-1967ع
2. پيرڪ (Pirak) بلوچستان صوبو سال 70-1969
3. هڪ مهيني لاءِ ڏاڪٽرن سنڌ جي ماڳن جي پڙتال، 1973ع
4. جهڪر (Jhukar) جوڏڙو (سنڌ)، سال 1973ع
5. پيرڪ (Pirak) بلوچستان (ٻيءَ منڊ ۾)، 74-1973ع
6. ذاتي طور سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ قديم ماڳن جي پڙتال.

ان کان سواءِ سيدحاڪم علي شاھ ڪيترا تربيتي ڪورس بہ ڪيا آهن، جهڙوڪ:

1. "مهين جي دڙي جي پٽين جو بچاءُ"- هڪ هفتي جو ڪورس، جيڪو يونيسڪو طرفان 1976ع ۾ ڪيائين.
2. سياڻو اٽليءَ ۾ ٻن مهينن جو اطالوي ٻولي سکڻ جو ڪورس، ڊسمبر 1982ع کان جنوري 1983ع تائين.
3. فلورنس اٽليءَ ۾، "تاريخي عمارتن جي بيهڪ بحاليءَ" جو ڪورس (5 مهينا)، 1984ع.
4. "ثقافتي ورثي جو بچاءُ" جي عنوان سان ڏھن ڏينهن جو نيشنل ميوزيم ۾ يونيسڪو طرفان 1984ع ۾ ٿيل ورڪشاپ ۽ سيمينار (سرٽيفڪيٽ).
5. ٻن هفتن لاءِ جپاني ميوزمن جو دورو 1985ع.
6. آفيسرن لاءِ سيڪيورٽي جو ڪورس، اسلام آباد 1985ع. وغيره.
7. ڏھن ڏينهن جو "ثقافتي ورثي جي درستحاليءَ" جي تربيت جو ايڊوانس ڪورس، 22 سيپٽمبر کان 5 ڊسمبر 1989ع، لاهور (سرٽيفڪيٽ)

ان کان سواءِ بخاري صاحب هيٺين علمي ۽ سماجي عهدن تي ذميواريون نڀائي رهيو آهي:

چيئرمين شهباز ايجوڪيشنل سوسائٽي، صدر دادو آرٽس ڪلب، استاد بخاري اڪيڊمي دادوءَ جو فائونڊر ميمبر، دادو شهري اتحاد جو ميمبر، لال شهباز ڪمپيوٽر اڪيڊمي دادوءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو 2006ع کان ميمبر (اڄ تائين)، سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري جي بيورو آف ٽرانسليشن ۽ پبليڪيشنز جي پينل جو ميمبر، بلاول انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ريسرچ نوابشاھ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر.

سندس هيٺيون تصنيفون آهن: (1) Khirthar (English) ENI Pakistan Islamabad as Co-author، (2) سنگيت سنسار (فرهنگ موسيقي شريڪ ليکڪ)، (3) سنڌ جي قديم آثارن جي ڊڪشنري (سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، 2008- شريڪ ليکڪ)، (4) آپ بيتي-جگ بيتي (محمد حسين پنهور جي سوانح جو انگريزيءَ مان ترجمو)، (6) Kalhora Period Architecture (7) Sindh Archives 2006 Author.، (8) ڏيهي پرڏيهي ساز (شريڪ ليکڪ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو)، (9) تعميرات جي لغت (شريڪ ليکڪ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ڇپائيءَ هيٺ)

حاڪم علي شاھ بخاري هن وقت بہ تحقيق جي حوالي سان مختلف ماڳن جا دورا ڪندو رهي ٿو. کيس تازو سنڌ آرڪائيوز کاتي پاران حيدرآباد آفيس ۾ 'آرڪيالاجي شعبي' جو پروجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو آهي. سندس مستقل رهائش دادوءَ جي 'غريب آباد' محلي ۾ آهي.

**بخاري، سيد محسن شاھ:** سيد محسن شاھ بخاري، ٽنڊي محمد خان جي سيد خاندان سان تعلق رکي ٿو. هن 24 اپريل 1951ع تي سيد عبدالحميد شاھ بخاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ ايل ايل بي حيدرآباد لا ڪاليج مان ڪيائين. هو شاگرديءَ واري زماني کان پ پ سان واڳيل رهيو ۽ شاگرد تنظيم سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم ڪارڪن رهيو ۽ ضياءُ الحق جي مارشل لا دوران جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪندي قيد پڻ ڪاٽي چڪو آهي. هو 1988، 1990،



1993، 1997 ۾ صوبائي اسيمبلي ميمبر رهيو ۽ وزير خوراڪ پڻ رهيو. چين، فرانس، ڪوريا، سعودي عرب، آمريڪا، انگلينڊ ۽ ازبڪستان جو دورو ڪري چڪو آهي. هن وقت 2008ع واري چونڊ کٽڻ کانپوءِ زراعت ۽ چوپائي مال بابت سنڌ اسيمبلي جي مختلف ڪميٽين جو ميمبر آهي.

**بخاري، ڪامريڊ عزيز سلام:** ڪامريڊ عزيز سلام بخاري ڪميونسٽ ۽ هاري اڳواڻ هو. هو 1911ع ۾ شهر گونڊا اتر پرديش ۾ ڄائو ۽ اتي ئي شروعاتي تعليم حاصل ڪيائين. هن ميٽرڪ جو امتحان امن سيا هاءِ اسڪول گونڊا مان پاس ڪيو. ڪامريڊ بخاري هڪ ننڍڙي زميندار گهراڻي سان تعلق رکندڙ هو. سندس وڏا شهرن ۾ نوڪري ڪري گذر ڪندا هئا. هن تعليم کي خيرباد چئي ريلوي ۾ ملازمت ڪئي. 1932ع ۾ احمدپور جي هڪ زميندار محبوب الله جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين.



جيڪا آڪٽوبر 1984ع ۾ ڪراچيءَ ۾ گذاري ويئي. ڪامريڊ 1940ع کان اڳ سنڌ ۽ پنجاب جو دورو ڪيو ۽ ڪجهه عرصو سکر ۾ رهيو. 1940ع کان اڳ الله آباد مان لڏي بمبئيءَ آيو جتي هڪ ٽيڪسٽائيل فيڪٽريءَ ۾ مئنيجر طور ڪم ڪيائين. بمبئيءَ ۾ سندس ڏيٽ ڏيٽ ڪجهه ترقي پسند اڳواڻن سان ٿي ته هو فڪري پروگرامن ۾ شرڪت ڪرڻ لڳو. هن هندستان جي ڪاهي ڌر جي جوڙيل ڊراما سوسائٽيءَ ۾ به ڪم ڪيو. آڪٽوبر 1949ع ۾ ڪراچيءَ اچڻ بعد ڪامريڊ بخاري مزدور تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ شروع ڪيو. 1948ع ۾ ڪراچي ڊاڪ ورڪرز يونين جو سيڪريٽري ٿيو. مزدور تحريڪ ۾ سرگرم ٿيڻ تي ڪيس سال کن قيد ۾ رهڻو پيو. جيل مان نڪرڻ بعد سائين جي صلاح سان نئين نهيل پارٽي عوامي ليگ ۾ شامل ٿيو. عوامي ليگ ڇڏڻ بعد ڪامريڊ سائين جي صلاح سان سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. جنوري 1953ع واري شاگرد هلچل کانپوءِ لاڙڪاڻي هليو آيو. جولاءِ 1954ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش باوجود هن پنهنجون تحريڪي سرگرميون جاري رکيون. 58-1957ع ۾ ڪامريڊ بخاري نواب شاهه مان هزارين هارين جي جلوس جي اڳواڻي ڪندي ڪراچيءَ جي جهانگير پارڪ ۾ ڪامياب جلسو ڪيو. جنهن کي "الاٽي تحريڪ" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. ڪامريڊ بخاري چمبڙ واري هاري تحريڪ جي مک اڳواڻن مان هو. بعد ۾ هن پاڻ کي نوابشاهه جي ترن هارين لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. 1968ع ۾ سوويت يونين ۽ چين جي نظرياتي اختلاف بعد چين نواز لائين اختيار ڪيائين. ان وقت هو ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جو جنرل سيڪريٽري هو. ڪميونسٽ پارٽي ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. ڪامريڊ بخاري هارين لاءِ جدوجهد جاري رکي ۽ عوامي تحريڪ ۽ پ پ سان ويجهڙائپ رکندي ڪم ڪندو رهيو. هو 18 فيبروري 1986ع ۾ حيدرآباد ۾ گذاري ويو. کيس ٽنڊي قيصر ضلعي حيدرآباد جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. اهو ڳوٺ وڏو عرصو هاري تحريڪ جو مرڪز رهيو. هو پارٽي ورهائجڻ کانپوءِ سندس سائين ۾ باقر سنائي، لڪانو ڀهراڻي، احسان عظيم، شاهه رضا شاهه، قادر بخش طالباڻي شامل آهن. جڏهن ته ان کان اڳ واري دور جي سندس سائين ۾ نازش امروهي، سائين عزيز الله، جمال نقوي، جام ساقي شامل هئا. سندس لکڻيون پارٽيءَ جي ترجمان رسالي ۾ ڇپبيون رهيون. جيڪي سندس انتقال کان پوءِ سندس سائين، (1) "ٻَوَ مڙيئي پيل" (2) "فڪر عزيز" ۽ (3) "سي سڪ م سمهو" جي نالي سان ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرايون. انگريزيءَ جو ناليوارو صحافي جاويد بخاري سندس فرزند آهي.

**بخاري، مستور فاطمه:** ليکڪا ۽ آرڪيالاجيءَ جي ماهر. مستور بخاريءَ جو جنم روهڙيءَ ۾ سيد محبوب علي شاهه جي گهر ۾ 8 ڊسمبر 1959ع تي ٿيو. کيس شروع کان آثار قديمه جي علم سان دلچسپي رهي. ايم. ايس. سي (آرڪيالاجي) 1983ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪري بعد ۾ 1987ع کان ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ آرڪيالاجي شعبي ۾ ليڪچرر طور پڙهايائين. جتي هن وقت اسسٽنٽ پروفيسر آهي.



هن 2000ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ مان آرڪيالاجي ۾ ايم. فل ڪئي آهي ۽ سندس پي ايڇ. ڊي مڪمل ٿيڻ واري آهي، جنهن جو عنوان آهي "سنڌ ۾ مختلف دؤرن جي عقيدن تي ٻڌمت جي ثقافتي اثر جي ارتقا". ايم. فل توڙي پي ايڇ. ڊيءَ ۾ سندس گائيڊ مشهور آرڪيالاجسٽ احمدحسين داني مرحوم رهيو آهي. 1996ع کان هيستائين ڪيترن ئي تحقيقي پراجيڪٽن جون ذميواريون پڻ نڀائي رهي آهي، جهڙوڪ: 'لاڪين جي دڙي' جي کوٽائيءَ ۾ ٽيم ميمبر (1997ع)، 'پانڊي قبي' جي کوٽائيءَ وقت ڊپٽي ڊائريڪٽر (1998ع)، اتر سنڌ ۾ 'ٻوڌي دور جا انگ اکر' گڏ ڪرڻ وقت مکيه کوجنا ڪندڙ (2000ع).

مستور بخاري ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ ڪيترين ئي ڪانفرنس، تحقيقي گڏجاڻين ۽ سيمينارن ۾ شرڪت ڪئي آهي. سندس تحقيقي رپورٽ تي مشتمل ڪتاب The Archaelogical Sites of Aror، 1991ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڇپيل آهي. ان کان سواءِ سندس ڪيترائي تحقيقي مضمون انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ڇپجي چڪا آهن. هن ميوزالاجي، ميوزم اسٽڊيز آرڪيٽيڪچر آف سائوٿ ايشيا ۽ سائوٿ ايشين آرڪيالاجيءَ جا اهم ڪورس پڻ ڪيا آهن.

مستور بخاري، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ۾ مختلف انتظامي ذميوارين تي پڻ رهي آهي، جن ۾ ميوزيم انچارج، سيمينار لائبريري انچارج ۽ انچارج اسپورٽس (گرلس) شامل آهن. کيس سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان پڙهائيءَ ۾ امتيازي نمبر حاصل ڪرڻ تي وائيس چانسلر ميڊل (1983ع) ۽ 1997ع ۾ "اٿون اسٽار گرلس اينڊ وومين انٽرنيشنل اوارڊ" پڻ ملي چڪا آهن. مستور بخاريءَ جو وَر، اياز گل (ڏسو: اياز گل) سنڌ جو ناميارو شاعر آهي. هن وقت سندن رهائش سکر ۾ آهي.

**بختاور ڀٽو زرداري:** پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم شهيد بينظير ڀٽو جي وڏي نياڻي بختاور جو جنم 1990ع ۾ ٿيو. هوءَ بلاول ڀٽو زرداريءَ کان ننڍي ۽ آصفه ڀٽو زرداريءَ کان عمر ۾ وڏي آهي. هن وقت اسڪاٽ لينڊ جي مشهور يونيورسٽي 'ايڊنبرگ' ۾ زير تعليم آهي. هوءَ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي عورتن واري ونگ جي اڳواڻ پڻ آهي، ان حوالي سان هن جي والد آصف علي زرداريءَ، پاڪستان جي صدر چونڊجڻ بعد سندس وڌيڪ همت افزائي



ڪئي. بختاور پنهنجي والده جي شهادت وقت پاڪستان آئي هئي. ان ڪان پوءِ هن جو پنهنجي وطن ڏانهن اچ وڃ جو سلسلو جاري آهي. تازو هن شهيد ماءُ جي ڏڪ ۾ پنهنجي انگريزيءَ ۾ ڪيل شاعريءَ کي جديد موسيقيءَ ۾ پاڻ ڳائي، ڪيس خراج پيش ڪيو آهي. ان گيت کي تمام گهڻو ساراهيو ويو، جنهن جو عنوان آهي ”I would take the pain away...“ هيءُ گيت 6 جنوري 2009ع تي رليز ٿيو. بختاور پڻ في الحال زير تعليم آهي ۽ هڪ ذهين شاگرديائي آهي. سندس والد آصف علي زرداري هن وقت پاڪستان جو صدر، ۽ سندس وڏو ڀاءُ بلاول ڀٽو زرداري، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو چيئرمئن آهي.

**بختاور پليجو:** بختاور ڌيءُ غلام قادر پليجو ۽ اختر بلوچ، 2 سيپٽمبر 1976ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ماس ڪميونيڪيشن ۾ ايم. اي ڪئي اٿس. سندس سڃاڻپ هڪ شاعره ۽ آرٽسٽ جي حيثيت سان آهي. شاعريءَ ۾ آزاد نظم سندس پسنديده صنف آهي. هن ڪيترائي خوبصورت آزاد نظم لکيا آهن ۽ ڪجهه ڪهاڻيون به لکيون اٿس. هن وقت ناپا (NAPA) ڪراچيءَ ۾ ڊرامي جي فن تي تربيت وٺڻ سان گڏ اتي تدريس جو ڪم پڻ ڪري رهي آهي. سندس ڀيڻ سَسُئي پليجو، ثقافت ۽ سياحت جي صوبائي وزير آهي.

**بختاوَر پور:** تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه آهي.

**بختاور خان، ملڪ:** بختاور خان ملڪ اصل لاڙڪاڻي جو هو ۽ سيويءَ جو حاڪم هو. شڪارپور وارو پاسو به انهيءَ سان هو. جڏهن ميان يارمحمد ڪلهوڙو شڪارپور تي ڪاهي آيو، تڏهن بختاور خان ڀڄي شهزادي محمد معزالدين وٽ ملتان ۾ ويو. شهزادي سندس پرگڻي ۾ وڃڻ گهريو پر هن نتايو، تنهن تي شهزادي هن سان وڙهي ڪيس ماريو ۽ پوءِ سگهوئي سندس ڀاءُ ملڪ الهه بخش کي سيويءَ جو حاڪم ڪيائين.

**بختاور شهيد:** سنڌ جي پهرين شهيد هارياڻي ’بختاور‘، ذات جي لاشاري هئي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ننڍڙي شهر ”ٽالهيءَ“ جي پر ۾ ’هٿَڏي لاشاريءَ‘ جي ڳوٺ ۾ جنم ورتو هئائين. اهو ڳوٺ قاديانين جي اسٽيٽ جو حصو هو جن کي اڳوڻي ٿرپارڪر ضلعي ۾ چاليهه هزار ايڪڙن تي مشتمل جاگير هئي، جيڪا ’احمدي اسٽيٽ‘ جي نالي سان سڏي ويندي آهي. هنن کي اها جاگير انگريز سرڪار، 1914ع ۾ ڪعبي تي گوليون هلائيندڙ ۽ انگريزي فوج ۾ ڀرتي ٿيل پنجابي فوجين جي اُتي مارجي وڃڻ تي انعام طور عطا ڪئي هئي.

مائي بختاور جي شهادت جو پسمنظر هن ريت آهي ته 1930ع ۾ سائين جي. ايم. سيد، جيٺمل پرسرام، جمشيد نسروانجي، پروفيسر گوڪلي، ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ٻين ميرپورخاص ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد وڌو هو. ان جي ڪم ڪان متاثر ٿي، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، جڏهن ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي ملازمت ڇڏي، سنڌ جي هارين لاءِ جدوجهد شروع ڪئي ته اُن هاري تحريڪ جو هڪ اهم مطالبو اهو هو ته هارين کي ٻٽئيءَ جو اڌ حصو ڏنو وڃي. اڌو اڌ ٻٽئيءَ جي مطالبي کي مڃرائڻ لاءِ سڀ کان پهريائين نوابشاهه ۾ تحريڪ هلي، جنهن ۾ ڊاڪٽر هاسارام، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ محمد لاکي (سڪرنڊ واري)، بالاچ خان بروهيءَ، مولوي محمد معاذ ۽ ٻين ڀرپور حصو ورتو ۽ هنن تحريڪ کي زور وٺايو. هارين زميندارن کان اڌ ٻٽئيءَ جو حق گهريو ۽ نه ڏيڻ جي صورت ۾ پنهنجي سگهه ۽ ٻل تي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. هيءَ تحريڪ پوريءَ سنڌ ۾ پکڙجي وئي. ٻين ضلعن وانگر هن تحريڪ جو ٿرپارڪر ضلعي تي به اثر پيو. ٿرپارڪر ۾ هن تحريڪ ۾ جان محمد پلي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، پير عبدالغفور جان سرهندي، محمد ابراهيم مومن ڪُنريءَ واري، ڪامريڊ امولڪ اوڏ ۽ ٻين ڪيترن هاري ورڪرن حصو ورتو. هن تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ 20 جون 1949ع تي جُهڏي (موجوده ضلعي ميرپورخاص) ۾ هاري ڪانفرنس گهرائي، جنهن ۾ اٽڪل ڏهه هزار هارين ۽ ورڪرن حصو ورتو. سنڌ جي سورهيه مائي بختاور جي ڳوٺ جا سمورا مرد به هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ ويا. پويان اَن جي راهه تي هڪڙي پوڙهي شخص پنيي لاشاريءَ ۽ مائي بختاور کي سنڀال لاءِ ڇڏي ويا. ڪانفرنس جي آخري ڏينهن، 22 جون 1949ع تي خبر آئي ته ٽالهي شهر لڳ، هٿڏي لاشاريءَ جي ڳوٺ ۾ پنجابي زميندارن هڪ عورت کي بندوقن جا فائر ڪري شهيد ڪري ڇڏيو. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ساٿين سان گڏ، 23 جون تي صبح جو سوير لاشارين جي ڳوٺ پهچي ويو. ساڻس ٻين کان سواءِ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ڪامريڊ ميرمحمد ٽالپر به گڏ هئا. هنن اُن جي ڪري تي شهيد بختاور لاشاريءَ جو لاش وڃي ڏٺو. اتي کين خبر پئي ته ڪري تي اٽڪل ٽي هزار مڻ ڪٽڪ هئي. ڳوٺ جا سمورا مرد ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويل هئا ۽ پنجابي زميندارن موقعي جو فائدو وٺي ڪٽڪ ڪٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مائي بختاور ۽ هڪ پيرسن پنيي فقير ۽ ٻين عورتن هنن کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. مائي بختاور لوهي ٽيانگ کڻي کين للڪار ڪئي ته ”هتي پري ٿيو اَن جو ڪٽو به کڻڻ نه ڏينديس“. مائي بختاور جو مزاحمتي انداز ڏسي زميندارن کي ڪاوڙ لڳي ۽ هڪ ظالم چوڌري سعدالله ۽ سندس مئنيجر چوڌري خالد، مائي بختاور تي بندوق جا سڌا فائر ڪيا ۽ نتيجي طور مائي بختاور اُن جي ديرن جو بچاءُ ڪندي شهيد ٿي وئي ۽ پير مرد پنيو فقير زخمي ٿي پيو، جنهن جي ڄمار سٺ ورهين کان مٿي هئي. ڪُنري ٿاڻي جو صوبيدار عنايت علي خان ابڙو ۽ ڊي ايس پي ديوان تلجارام پهچي چڪا هئا. هنن ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي موجودگيءَ ۾ ڪيس لکيو. ڪجهه ورڪر ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي حڪم تي لاش کي پوسٽ مارٽم لاءِ ساماري کڻائي ويا، جتي گهڻي وقت گذري وڃڻ ڪري مائي بختاور کي آخر دفن ڪيو ويو. سندس تربت ساماري جي هڪ مقام ۾ واقع آهي. ڪيس ٿرپارڪر سيشن ڪورٽ ميرپورخاص ۾ هليو. ڪيس جي پيروي سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي طرفان وڪيل ديوان انبارام ڪئي. سرڪاري وڪيل خان بهادر مرزا سڪندر بيگ هو جنهن کي ان وقت جي سنڌ جي وزير داخلا، قاضي فضل الله خاص حيدرآباد ڪان اُماڻيو هو. اُن پڻ فريادي ڌُر (مائي بختاور واري ڌر) جي مدد ڪئي. جڏهن ته جوابدارن جي پيروي ديوان ڏيئل مل ۽ لاهور مان گهرايل هڪ بئريسٽر ڪئي. ان وقت سيشن جج شنڪر سنگهه

آڏائي هو. هن صاحب حق جو فيصلو ڏنو ۽ چوڌري سعدالله (جيڪو اُن وقت جي پاڪستان جي وزير خارجه سر ظفرالله خان جو ڀائيجو هو) کي 25 ۽ چوڌري خالد کي 20 سال ٽيپ ڏني. جڏهن ته ٻين مجرمن کي پنجن کان ڏهن ورهين تائين سزائون ڏنائين. ٻيا ته اپيلن مان آزاد ٿي ويا. ليڪن چوڌري سعدالله 25 سال ٽيپ برابر ڪاٽي.

اهڙيءَ طرح سنڌ جي هاري جدوجهد ۽ شهيد بختاور سنڌ جي غريب عوام کي سبق ڏنو ته پنهنجي حق لاءِ جان ڏئي سگهجي ٿي، پر پنهنجو حق نه ٿو ڇڏي سگهجي. مائي بختاور شهيد جي ريئي رت جي قرباني سنڌ جي تاريخ ۾ صدين تائين لازوال رهندي.




**بختاور شهيد** (ڪتاب): سنڌ جي امر شهيد هاريائي مائي "بختاور شهيد" جي زندگيءَ ۽ جدوجهد تي هن نالي سان، سيد خادم علي شاهه جو لکيل ڪتاب، ڊيمي سائيز جي 87 صفحن تي مشتمل. 2007ع ۾ پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف ليبر ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ (پائلر) ڪراچيءَ پاران شايع ڪيل آهي. ڪتاب جي ڪا به قيمت رکيل نه آهي. هن ڪتاب ۾ ٽين هاري ڪانفرنس، هارين جي سڌاري واري تحريڪ ۽ پسمنظر، هاري حقدار تحريڪ، سنڌ ۾ هارين جي هلچل، شهيد بختاور جي سوانح حيات، شهد بختاور- عدالتي فيصلو جو ڪيڙي سو ڪائي ۽ ٻيا عنوان شامل آهن. ڪتاب جو پيش لفظ، ايگزيڪيٽو ڊائريڪٽر پائلر، ڪرامي عليءَ لکيو آهي.

**بخت سان ڪنهن جي ريس** (ڪتاب): هيءَ ٻاراڻي ادب جو ڪتاب اياز پاتوليءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 34 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، گلشن ادب ٽنڊي محمد خان طرفان ڇپيو.

**بخت نَصر**: قديم زماني جي هڪ سرڪش حڪمران جو نالو جيڪو بابل جو بادشاهه هو ۽ جنهن يروشلم کي ٻه دفعا تباهه ڪيو هو هن کي "نبوڪد نصر" به چوندا آهن. هن عيسويءَ سال کان 562 سال اڳ وفات ڪئي. پنهنجي عهد حڪومت ۾ مصري فوج کي، جيڪا فرعون جي ڪمان هيٺ هئي، شڪست ڏنائين. 597 ق. م ۾ هن يهوديه جي بغاوت کي ختم ڪري، 'صدقياه' کي تخت تي ويهاريو بخت نصر جي دور ۾ بابل کي عروج حاصل ٿيو جنهن جا هن وقت محل، مندر ۽ کوهن وغيره جا آثار کوٽائي ڪري نروار ڪيا ويا آهن.

**بُختي**: اُٺن جو هڪ قسم. 'باختر' يا 'بلخ' صوبي (اُتر افغانستان) جو ٻن ٿوهن وارو اُٺ، جنهن کي سنڌ جي ماڻهن "بُغدي" به چيو آهي. مهري اُٺ. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: اُٺ).

**بختيار بيگ**: هيءَ ترڪمان سردار هو جيڪو دهليءَ جي بادشاهن جو مددگار هو سال 998هه/1589ع ۾ ملتان ۽ بکر جي حڪومت، خان خانان کي ملي ته ڪيس سنڌ ۽ ٺٽي جي حڪومت هٿ ڪرڻ جو حڪم پهتو انهيءَ مهم سرڪرڻ ۾ سيد بهاءُ الدين بخاري، مير معصوم بکري، بختيار خان ۽ ٻيا، خان خانان سان گڏ روانا ڪيا ويا. خان خانان ٺٽي کان پوءِ جوڻ پرڳڻي ڏانهن هليو ويو سيد بهاءُ الدين بخاري وري بختيار بيگ ۽ ٻين کي ساڻ ڪري سيوهڻ پهتو بختيار بيگ جڏهن سيوهڻ پهتو ته، 'شهسوار' نالي پنهنجي نائب جاگيردار کي لاڪاڻ جي پرڳڻي ۾ سميجن، انڙن جي تپي ڏانهن موڪليائين. هُو اتي وڃي ڪانئڻ زوريءَ ڍل اوڳاڙڻ لڳو. سنڌس زيادتين کان تنگ اچي هڪ ڏينهن سميجن وڃهه ولي ڪيس قتل ڪري ڇڏيو جيئن ئي اها خبر بختيار بيگ تائين پهتي ته، علي شاملو کي لشڪر ساڻ ڏيئي، سميجن ڏانهن روانو ڪيائين. هٿي ڏينهن انهيءَ لشڪر سميجن انڙن تي ڪاهي، منجهانئن ڪيترن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو سنڌس قتلام کان تنگ اچي سميجن جا سردار؛ هرهڪ پريو ٻودلو محمود، فريد، جيئندو ۽ جوڻو فوج علي وٽ ميڙ ڪٺي آيا، جنهن قتل ٿيل سنڌي جوڻن جون سسيون ڪارن ۾ پرائي، سنڌن سردارن سوڏو بختيار بيگ ڏانهن سيوهڻ ڏياري موڪليون. بختيار بيگ سنڌن نه ميڙ منٽ مڃي، نه داد ڪيي بلڪ خود سردارن کي ڪاٺ ۾ هٿائي ڇڏيو آخرڪار قاسم خان ارغون، جيڪو هن کان اڳ مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ نصرپور جو حاڪم هو تنهن چوويهن هزارن جي ضمانت ڏئي، سميجن جي جان آزاد ڪرائي. بختيار بيگ پنهنجا ماڻهو نصرپور موڪلي، قاسم خان ارغون کان ضمانت وارن ڏوڪڙن جي تقاضا ڪئي. پر سميجن ضمانت ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ مرڳو لڏو پٽي وڃي ۽ نصرپور ۾ ديرو ڄمايائون. هنن ڪجهه ڏنڊ، ڏوڪڙن جي صورت ۾ ڀريو ۽ باقي رقم اُٺن، گهوڙن، ڍڳن ۽ ڳڏهن جي جنس ۾ ڏيڻي ڪيائون. بختيار بيگ جي ماڻهن، جڏهن اها خبر بختيار بيگ کي ڏني، ته هن ڏنڊ جنسن جي صورت ۾ وٺڻ کان نابري واري ۽ درياهه اُڪري، وينجهري واري قلعي (موجوده تعلقي سڪرنڊ واري علائقي) ۾ وڃي مورچا ٻڌي ويهي رهيو اُتان قاسم ارغون کي خط لکيائين ته ڪيئن به ڪري سميجن کان روڪڙ جي صورت ۾ ڏنڊ وٺي ڏياري موڪل، نه ته تنهنجي سِر جو خير نه هوندو! اُن سان گڏ اهو به چوائي موڪليائينس ته سميجا منهنجي رعيت آهن، توکي اهو نٿو سونهي ته تون انهن کي پاڻ وٽ ويهاري ڇڏين! قاسم خان کي، جڏهن خط پهتو ته، هُو حيلا بهانا ڪري لنوائڻ لڳو بختيار بيگ لشڪر سميت نصرپور روانو ٿيو. جيئن ئي هُو نصرپور راڄڌانيءَ جي دنگئي ڳوٺ "نگر" پهتو ته، قاسم خان کي اچي ڌپ ورايو ۽ هڪدم باقي رهيل ڏنڊ جي رقم پنهنجي خزاني مان ڀري، معافي ورتائين. ان کان پوءِ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪري حُڪم ڏئي ڇڏيائين ته، جتي به ڪو سميجو ڏسن ته ڪيس نصرپور مان ڪڍي، سيوهڻ ڏانهن ڌِڪي ڇڏين. اهڙيءَ ريت سميجن جي حمايت کان پنهنجا پاند آجا ڪرايائين.

**بختيارپُور**: بختيارپور ڳوٺ، اڳوڻي ضلعي دادوءَ ۽ هاڻي ڄامشوري ضلعي ۾ واقع آهي. هي ڳوٺ سيوهڻ کان دادو ويندي ڏهن ڪلوميٽرن پنڌ تي آهي. هن ڳوٺ کان ٿورو اڳيان مشهور شهر آراضي، ٻوبڪ ۽ تلٽي آهن. منڇر ڍنڍ هن ڳوٺ کان اٽڪل ست ڪلوميٽر ڪن آهي. هي ڳوٺ ڪيترا دفعا منڇر جي پاڻي جي ڪري ڊڙي تي ٻڌو ويو آهي. هن ڳوٺ ۾ رهندڙ اڪثر ماڻهو قريشي، قاضي ۽ آخوند سڏبا هئا ۽ هن وقت سڀ قريشي سڏجن ٿا. قريشي آباديءَ جا سڀ ماڻهو پڙهيل لکيل آهن ۽ ڳوٺ جي خواندگيءَ جي شرح 100 سيڪڙو آهي. هتان جا 90 سيڪڙو قريشي نوڪري پيشه آهن، جن ۾ ڊاڪٽرن، وڪيلن، انجنيئرن، استادن ۽ تعليمدانن جي گهڻائي آهي. هن ڳوٺ جي قريشين جي اڪثريت وڏا عالم، مولوي ۽ قرآن جا حافظ ٿي گذريا آهن. ڪو وقت اڳ هن ڳوٺ ۾ اسلامي تعليم جا تمام وڏا مدرسا ۽ تعليمي درسگاهون هيون. سنڌ جي ڪيترن شهرن مان طالبعلم هتان فارغ التحصيل ٿي اسلامي تعليم جون سندون (ڊگريون) وٺڻ ايندا هئا. گڏيل هندستان واري دؤر ۾، ٻوبڪ، تلٽي ۽ آراضي وٽج واپار جا وڏا مرڪز هئا، جنهن جو اثر بختيارپور تي به پيو هتي اجرڪ جي ڇُر به ٿيندي هئي. هن ڳوٺ ۾ ڊاڪٽر محمد صالح قريشي پهريون سنڌي مسلمان هو جنهن آمريڪا مان ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت انجنيئرنگ ۾

ڊاڪٽريٽ ڪئي هئي. ڊاڪٽر محمد صالح قريشي حڪومت پاڪستان جي پلاننگ ڪميشن ۾ چيف انجنيئر واٽر اينڊ پاور پڻ رهيو. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ سنڌو طاس معاهدي (Indus Water Treaty) جو ميمبر به هو ۽ هندستان سان ڳالهين واري وفد ۾ شامل هو. ڳالهين دوران هن اها نشاندهي ڪئي هئي ته اصل ۾ هي جهيڙو هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ نه، پر سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ آهي. 1967ع ۾ سنڌي شاگردن جي چوٿين مارچ تحريڪ کان پوءِ محترم حسن علي عبدالرحمان جي جاءِ تي 1967ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. هُو هن عهدي تي سوا ڏيڍ سال رهيو ۽ ترت ئي سندس جاءِ تي سيد غلام مصطفيٰ شاهه کي وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. بختيارپور ڳوٺ تي وڏا ماڻهو پيدا ڪيا:

(1) محترم حاجي عبدالحليم قريشي، جيڪو ڳچ وقت سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر به رهيو. سندس ذڪر سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب "جانب گذاريم جن سين" ۾ ڪيو آهي. (2) اُميد علي قريشي، جيڪو ڪليڪٽر رهيو (3) اُميد علي قريشي (U. W. Qureshi)، جيڪو سنڌ جو پهريون چيف انجنيئر رهيو.

بختيارپور ڳوٺ جو خلافت تحريڪ ۾ به ڪافي حصو رهيو آهي. هتان جي هڪ عالم غلام نبي قاضيءَ لاڙڪاڻي مان "عالمگير" اخبار جاري ڪئي هئي جنهن جو ذڪر پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڪتاب "اهي ڏينهن، اهي شينهن" ۾ ڪيو آهي. بختيارپور هاءِ ڪورٽ جا ٻه پائر جج احمد علي قريشي ۽ عبداللطيف قريشي به پيدا ڪيا. علي احمد قريشي سنڌ جو ناليوارو وڪيل، هاري تحريڪ داداءَ جو رهنما ۽ سائين جي ايم سيد جو ويجهو ساٿي آهي. سندس فرزند پروفيسر اعجاز قريشيءَ جون سماجي ۽ تعليمي خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن. هتان جو بقا محمد قريشي، مشهور تعليمدان ۽ ڊائريڪٽر اسڪولس رهيو. هتان ڊاڪٽر محمد شفيع قريشي پيدا ٿيو. موجوده وقت ۾ سنڌ يونيورسٽي، لياقت يونيورسٽي ۽ چانڊڪا يونيورسٽيءَ ۾ بختيارپور جا ڪيترا استاد موجود آهن. ان کان سواءِ واپڊا، سوئي گئس، پاڪستان نيشنل شپنگ ڪارپوريشن ۽ ٻين ادارن ۾ به هتان جا فرد وڏن عهدن تي فائز آهن. بختيارپور ۾ قريشين کان سواءِ پنهور، ابڙا، ڏيٿا، نائچ ۽ پنگر ذاتيون به رهن ٿيون. هن ڳوٺ ۾ ڇهه ست سئو ورهين جي هڪ پراڻي جامع مسجد به موجود آهي.

**بختيار چنا:** صحافي ۽ سماجي ڪارڪن بختيار چنا، سنڌ جي مشهور اديب، ڪهاڻيڪار، ناول نويس ۽ بئنڪر گل محمد چنا جو فرزند آهي. هن 4 فيبروري 1968ع تي نوابشاهه ۾ جنم ورتو. هن ماس ڪميونيڪيشن ۾ ماسٽرز ڪئي. بئنڪاريءَ بابت نڪرندڙ واحد سنڌي مخزن ماهوار 'بئنڪنگ' جو 1988ع تائين ايڊيٽر رهيو. بعد ۾ 'سنڌ ايڪسپريس' (انگريزي) ۽ 'نواءِ وقت' ڪراچي (اردو) اخبارن ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪندو رهيو. پريس انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان ۾ 1992- 1993ع تائين سنڌي ميڊيا جي تجزيي نگار ۽ ريسرچ آفيسر طور ڪم ڪيائين. 1996ع کان نوابشاهه مان نڪرندڙ هفتيوار 'پروان' جو ايڊيٽر رهيو. 1997ع کان نوابشاهه ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ۽ پوءِ سرڪاري وڪيل ٿيو. هن 1992ع ۾ صحافين جي تنظيم 'سنڌ جرنلسٽس نيٽ ورڪ فار چلڊرين' ۾ پڻ ڪم ڪيو هو. 2000ع کان گريجوئيٽس ايسوسيئيشن آف پاڪستان جو مرڪزي سيڪريٽري رهيو آهي ۽ نوابشاهه ۾ عورتن جي حقن لاءِ سٽيزن ائڪشن ڪميٽي جوڙي، ڪم ڪري رهيو آهي.

**بختيار ڪاڪي قطب الدين:** خواجه بختيار ڪاڪي قطب الدين صوفي هو. 583هه/ 1187ع ۾، ترڪستان جي ڳوٺ "افش" ۾ ڄائو. سندس نالو قطب الدين هو. ننڍپڻ ۾ بغداد ويو جتي خواجه معين الدين چشتيءَ جو شاگرد ٿيو. روحاني ۽ تصوف جو علم پرائڻ بعد، هندستان آيو. "بابا فريد الدين گنج شڪر"، سندس مريد هو. هن به ڪتاب تصوف جي موضوع تي لکيا. هڪ ڪتاب سندس ديوان آهي، جڏهن ته ٻيو ڪتاب "فوائد السالڪين" آهي. سال 633هه/1236ع ۾ وفات ڪيائين.

**بخشاپور:** تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه ۽ شهر جو نالو جتي مشهور شاعر "فيض بخشاپوري" رهندو هو. هيءُ ڪشمور- جيڪب آباد لائين تي ريلوي اسٽيشن پڻ آهي. هتان جو نوجوان سياستدان گل محمد جکراڻي ضمني چونڊن ۾ پ. پ جو ايم. اين. اي چونڊيو آهي.

**بخش علي جتوئي:** فقير بخش علي پٽ مراد علي جتوئيءَ، ڳوٺ ٽڙي ڇُتي واري، تعلقي لاڙڪاڻي جو وينل هو. سال 1234هه/ 1818ع ڌاري ڄائو. شهداڪوٽ ۾ ڪنهن بزرگ کان تعليم حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ڳڙهي مبارڪ ۾ هڪ خانگي مدرسي ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏيڻ لڳو. هيءُ عالم هئڻ سان گڏ طبابت به ڪندو هو. درازن جي درگاهه ۽ پاڳارن پيرن جو وڏو معتقد هو. سندس شعر جي هڪڙي مصرع هن طرح آهي:

"منصبدار معليٰ مسند، دوست دلبر درازي"

هڪ سؤ ورهين جي ڄمار ۾ سال 1337هه/1918ع ڌاري وڏي بيماريءَ ۾ وفات ڪيائين.

**بخش علي خاصخيلي:** بخش علي خاصخيلي، ٽالپرن جي آخري دور ۽ انگريزن جي ابتدائي دور جو هڪ سڄاڻ سگهڙ ٿي گذريو آهي. پرين جي پرسان وليداد خان خاصخيليءَ جي واهڻ جو وينل هو. سنڌ جا سيئي رومانوي داستان اڪثر ڪيس ياد هئا. سنڌ جي گهڻن ئي شاعرن جو ڪلام ڪيس ياد هوندو هو ۽ ڳائي ٻڌائيندو هو. سندس آواز ۾ ڏاڍو سوز ۽ گداز هو. هن 1945ع ڌاري اٽڪل سوا سؤ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**بخش علي لاکو:** مشهور سماج سڌارڪ، بخش علي لاکو، مهر علي لاکي جو فرزند آهي. سندس جنم 15 ڊسمبر 1941ع تي، ڳوٺ لاڪا وڏا، تعلقي گنبت، ضلعي خيرپورميرس ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ٽئيءَ (تعلقي گنبت) ۾ ورتائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول گنبت مان ڪيائين. ان کان پوءِ حيدرآباد آيو. جتان سچل سرمست ڪامرس ڪاليج حيدرآباد مان بي. ڪام ڪيائين. ان کان پوءِ 1963ع ۾ انٽرچارٽرڊ اڪائونٽنسي لاهور مان پاس ڪيائين. لاکي وڏو عرصو انڊسٽريز ۽ ڪمپنين ۾ نوڪري ڪئي. هو ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر گيهه ڪارپوريشن ڪراچي، مئنيجنگ ڊائريڪٽر اي. ايم آئل ملز ۽ انڊسٽريز ڪراچي، مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقبول ڪمپني لميٽڊ ڪراچي، مئنيجنگ ڊائريڪٽر وزير علي انڊسٽري حيدآباد، مئنيجنگ ڊائريڪٽر آصف انڊسٽريز شڪارپور، چيف اڪائونٽس آفيسر ڪراچي ٽرانسپورٽ ڪارپوريشن، ڊائريڪٽر فنانس سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ ڪارپوريشن ڪراچي، پروجيڪٽ اڪائونٽنٽ سيگل گروپ آف انڊسٽريز ۽ ٻين ڪيترن وڏن عهدن تي رهيو.



1998ع کان احمد ويجيٽيبل آئل اينڊ ملز سکر ۾ جنرل مئنيجر جي عهدي تي ڪم ڪري 2001ع ۾ رٽائر ڪيائين. هن ڪيترين ئي پروفيشنل قسم جون تربيتون پڻ حاصل ڪيون. هو سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن جي بنياد وجهندڙن مان آهي. سگا جو 1972ع کان فنانس سيڪريٽري ۽ 1994ع کان 2000ع تائين چيئرمئن رهيو. اهڙيءَ طرح لاڪا ويلفيئر ائسوسيئيشن، پاڪستان ريڊ ڪرسينٽ کان سواءِ ٻين ڪيترن ادارن جو ميمبر ٿي رهيو. لاڪو صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف بزنس اسٽڊيز جو اعزازي وزٽنگ پروفيسر به آهي. مهراڻ ايجوڪيشن فائونڊيشن جي بورڊ آف گورنرز جو چيئرمئن پڻ رهيو آهي.

**بخشل باغي:** بخشل باغي نوابشاهه شهر جو رهندڙ آهي. هن جو اصل نالو الله بخش ولد محمد پريل خشڪ آهي. پر ادبي دنيا ۾ ”بخشل باغيءَ“ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. سندس جنم 19 اپريل 1975ع تي، دولت ڪالوني نوابشاهه ۾ ٿيو. تعليم بي. اي اٿس. ڪچي ڦڪي شاعري 1988ع کان ۽ پختي شاعري 1991ع کان شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جا 5 مجموعا ڇپيل آهن: (1) سمنڊ جي هن پار (1999ع)، (2) سپنو سنڌو ديس جو (2000ع)، (3) مٽيءَ جي خوشبوءِ (2003ع)، (4) آرسيءَ جا خواب (2004ع)، (5) ڊسمبر جي اڪيلائي (2006ع). ان کان سواءِ هن شيخ اياز جا سموار غزل ترتيب ڏئي، ”هي روح جزيرو حيرت جو“ عنوان سان ڪتابي صورت ۾ شاهه اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران ڇپرايو آهي. ان کان سواءِ نوابشاهه جي شاعرن جي تعارف ۽ ڪلام تي مشتمل ڪتاب ”سپنا ساڳيءَ منڊ جا“ (وسيم سومري سان گڏ:2003ع) به ڇپيل اٿس. بخشل باغي گورنمينٽ پرائمري اسڪول حسين بخش مگسي، يو سي 1، نواب شاهه ۾ پرائمري استاد آهي.



**بخشڻ سومرو:** حيدرآباد شهر جو مشهور درزي ٿي گذريو آهي. جنهن جو درزڪو دڪان تلڪ چاڙهيءَ جي مُک روڊ تي هو. استاد بخشڻ سومري جي دڪان جو ٺهيل ٿري پيس سوٽ (يعني ڪوٽ، پتلون ۽ ويسٽ ڪوٽ) مشهور هو. پاڻ نه صرف اعليٰ ڪٽائي ڪندڙ هو پر سڀڻ جو به ماهر ڪاريگر هوندو هو. وٽس دڪان تي 10 کن ٻيا ڪاريگر ڪم ڪندا هئا. سندس دڪان تي گرم ولائتي ۽ پاڪستاني ڪپڙو به رکيل هوندو هو جيڪو ”فائن ڪلاٿ اسٽور“ سڏبو هو.

استاد بخشڻ شڪارپور جو وينل هو پر درزڪي ڪم ۾ سندس استاد هڪ پنجابي ماستر ڪرم الاهي هو. استاد بخشڻ سان گڏ ٻيو به هڪ شاگرد عنايت الله مغل ساڳئي استاد وٽ ڪم سکندو هو جنهن پوءِ ڪراچيءَ ۾ بندر روڊ تي ”مغل ٽيلرز“ نالي سان وڏو نالو ڪيو. استاد بخشڻ پنهنجو جدا دڪان ٻهرين ڪوٺيٽا ۾ کوليو پر زلزلي کان پوءِ حيدرآباد شهر ۾ اچي درزڪو دڪان کوليائين. ان وقت سنڌ جو تعلق بمبئيءَ سان هو. استاد بخشڻ جي هاڪ ٻري ٻري تائين هئي، انهيءَ ڪري نه صرف سنڌ جي ٻين شهرن مان، پر بمبئيءَ مان به اُتي جا وڏا آفيسر ۽ هندو ديوان وٽانئس ڪپڙا سبائيندا هئا. سندس گراهڪن ۾ شهيد الله بخش سومرو، مخدوم طالب المولىٰ، مير غلام علي خان، مير بنده علي ٽالپر، پيرزادو عبدالستار، مير رسول بخش ۽ مير علي احمد خان ٽالپر، حاجي مولا بخش سومرو، رحيم بخش سومرو، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، غلام دستگير پانڌياڻي، قاضي عابد، خان بهادر محمد صديق ميمڻ وغيره جا نالا مشهور آهن.

استاد بخشڻ جا پنهنجا شاگرد به مشهور ٿي گذريا آهن. جيئن استو مولا بخش ابڙو، غلام حيدر ابڙو ۽ استو خدابخش جيڪو 85 سالن جي عمر ۾ سال 2000ع تائين معلومات موجب حيات هو ۽ تلڪ چاڙهيءَ تي پنهنجو دڪان ”آئيڊيل ٽيلرز“ جي نالي هئس. هو به وڏو درزي هو.

استاد بخشڻ 1967ع ۾ وفات ڪئي. کيس شڪارپور ۾ دفنايو ويو. هن پنهنجي اولاد جي بهترين تربيت ڪئي. سندس ٽيئي پٽ اعليٰ تعليم يافته آهن. جيئن ته وڏو پٽ ڊاڪٽر عطامحمد سومرو، شروع ۾ آرمي ۾ ڊاڪٽر ٿيو ۽ پوءِ سعودي عرب (رياض) ۾ 30 سالن کان ملازم آهي. ٻيو پٽ ڊاڪٽر سعيد احمد سومرو، تنهن ڊاڪٽريٽ جي ڊگري انگلينڊ مان حاصل ڪئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي جيالاجي ڊپارٽمينٽ مان پروفيسر طور رٽائر ٿيو.

**بخشڻ شاهه:** هي ڪافي گو شاعر هو جيڪو 22- 1920ع ڌاري ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**بخشڻ مهراڻوي:** شاعر ۽ ڪمپيئر بخشڻ مهراڻوي، 18 آڪٽوبر 1964ع تي سانگهڙ ۾ فقير محمد رحيم مهر جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو محمد بخش آهي، پر ادبي دنيا ۾ بخشڻ مهراڻويءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام مان بي. ايس سي ڪيل اٿس. گذريل 14- 15 سالن کان ريڊيو، ٽي وي، اسٽيج ۽ سيٽلائيٽ چئنلن جي ڪيترن ئي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪندو رهندو آهي. هو هڪ سُٺي شاعر هئڻ سان گڏ سريلو ڳائڪ به آهي. سنڌي ادبي سنگت شاخ سانگهڙ جو ڪافي سال سيڪريٽري رهي چڪو آهي. کيس ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾: بهترين صداڪار جو قليچ بيگ اوارڊ، بهترين ڪمپيئر جو لاڙ عوامي اوارڊ، سچل اوارڊ، لطيف اوارڊ، سگهڙ ڪانفرنس اوارڊ، بهترين شاعر جو يوٿ اوارڊ (1989) ۽ ٻيا شامل آهن. هن سانگهڙ ۾ ڪيترائي اهم ادبي پروگرام ڪرايا، جن مان (1) لطيف ميڙ، (2) رنگ رتي سانجهه: نوجوان شاعرن جون تاريخي مشاعرو (3) سانگهڙ سيمينار 1992ع تمام اهم آهن. بخشڻ مهراڻويءَ مختلف رڪارڊنگ ڪمپنين طرفان سنڌي فنڪارن جي جاري ٿيل ڪيترن ڪئسٽن ۾ ڪمپيئرنگ پڻ ڪئي آهي. بخشڻ نظم، آزاد نظم ۽ غزل جو سٺو شاعر آهي. ڪي ٽي اين ۽ سنڌ ٽي وي چئنلن تي مختلف پروگرامن جو آرگنائيزر ۽ ڊائريڪٽر به رهيو آهي.



**بخشو اڄڻ:** شڪارپور ضلعي جي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'امام بخش ٻوهڙيو'، 'اڄڻ'، 'پير چندام'، 'پٽن جي واند'، 'ٻيهڻ' ۽ 'ٻڌل ڪڪراٽي'.

**بخشو لانگاهہ / بخشو لنگاهہ:** بخشو لانگاهه ملتان ۽ اُچ جو رهندڙ هڪ سردار هو جنهن همايون کي روهڙيءَ ڀڄڻ ۾ مدد ڏني هئي. هن 1543ع ۾ پنجاهه ٻيڙين تي، لانگاهه، ٻروچ ۽ ناهر قبيلن جو لشڪر چاڙهي، رات جي وقت بکر جي قلعي جي هڪ دروازي کي باهه ڏياري، قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. قلعي ۾ لشڪر ٿورو هو، پر ان حملي آورن کي، قلعي جي برجن تان باهه وسائي، پڇائي ڇڏيو. بخشي خان کي شڪست ڪائي

پوئتي موٽڻو پيو ته ڏينهن ساندهہ بخشي خان قلعي فتح ڪرڻ جي انتظار ۾ روهڙيءَ ۾ گذاريا ۽ پوءِ نااميد ٿي ملتان ڏانهن موٽيو ۽ واٽ تي ڳوٺ ڦُريندو ويو. سلطان محمود ڪوڪلتاش جيسين جيئرو رهيو، بکر جي قلعي جي حفاظت ڪندو رهيو.

**بخشو لغاري:** تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيليان ڳوٺ آباد آهن. ’دودو ملهاڻي‘، ’وڏل شاهہ‘، ’بخشو لغاري‘، ’گل حسن سريوال‘، ’منگهيو‘، ’نياز علي بروهي‘، ’ڪولهين جا گهر‘، ’عبدالرحمان ٽالپر‘، ’سڪيو بروهي‘، ’گل حسن لنڊ‘، ’امام بخش لنڊ‘، ’علي بخش بروهي‘، ’لغارين جا گهر‘ ۽ ’سريوالين جا گهر‘. هتي جي آبادي هزارن ۾ آهي ۽ هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا اسڪول آهن. بخشو لغاري ڳوٺ ۾ مشهور قومي ڪارڪن چاچو محمد علي لغاري رهاڪو آهي. بخشي لغاريءَ ڳوٺ پرسان ”گڙنگ“ جا مشهور ماڳ آهن. جن ڪي ڀٽائيءَ بہ ڳايو آهي:

چيهو چڪيءَ ۾ ٿيو، ٿيا گڙنگ مٿي گُل
(شاهہ)

**بخشو ۽ صادق علي:** استاد بخشو ۽ صادق علي جيسلمير جا رهاڪو هئا ۽ 1830ع ڌاري سنڌ ۾ آيا هئا. شروعات ۾ هو خيرپور جي ميرن وٽ رهيا ۽ ان کان پوءِ حيدرآباد ۾ رهڻ لڳا. پنهنجي گائڪيءَ ۾ ڪرناٽڪيءَ جي سنگيت جي آميزش، خوبصورت انداز ۾ ڪندا هئا. هنن تي دهليءَ جي گائڪيءَ جو وڏو اثر هو. بخشوخان طبلي ۽ سارنگي وڄائڻ ۾ مهارت رکندو هو سندن خاندان مان ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جا ميوزڪ ڪمپوزر غلام نبي ۽ عبداللطيف ٿي گذريا آهن. جن ڪيترين سنڌي ۽ اردو فلمن جي موسيقي پڻ ڪمپوز ڪئي هئي.

**بَخمل:** هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو. سادو ريشمي ڪپڙو، جنهن جي هڪ طرف ٻج واري ٻُر هوندي آهي. هن ڪپڙي کي ”پلَش“ جي انگريزي نالي سان سڏيندا آهن. گل جي هڪ قسم کي بہ بخمل چئبو آهي.

**بِد:** گولين يا بلورن راند کيڏڻ لاءِ ننڍڙي کڏ يا ’سَجُ‘. بلورن راند لاءِ پهريائين زمين تي بلور جي ماپ جيترو ’سج‘ ناهبو، پوءِ ٻہ ڄڻا يا وڌيڪ جيترا بہ رانديگر ٿين، اُهي مقرر مفاصلي تان بيهي، ’سج‘ ڏانهن بلور اُڇليندا، پوءِ جنهن جو بلور ’سج‘ کي وڌيڪ ويجهو هوندو، اهو پهرين ڊائي وٺندو، يعني راند شروع ڪرڻ جو حقدار ٿيندو. ’سج‘ مان بلور ”ٻوڙڻ“ کان پوءِ ڪچن رانديگرن جي گولين کي ڏک هڻندو ۽ کين آئوٽ ڪري سگهندو. جيڪڏهن ’سج‘ ٻڌل بلور نہ هوندو تہ پوءِ پڪي رانديگر کان پڇندو ۽ پنهنجي بلور کي مارجڻ کان بچائيندو. اها راند ۽ بلورن جون ٻيون رانديون بہ ٿينديون آهن. ”بِد“ کي ”گَد“ بہ چوندا آهن.

**بدائع:** عجائبات، نيون شيون. شاعريءَ ۾ ڏيکاريل عجيب صنعتون ۽ ڪاريگريون، جن کي ’صنايع بدائع‘ چئبو آهي. بدائع معنوي، اهڙي صنعت آهي، جنهن ۾ معنوي رنگينيون هونديون آهن.

**بَدخشان:** افغانستان جي اُتر ۾ هڪ پرڳڻو جيڪو ياقوتن ۽ لعلن جي ڪري مشهور آهي. فيض آباد ان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. اُن جي اُوير ۽ اتر ۾ تاجڪستان ۽ ڏکڻ اوير ۾ پاڪستان آهي. هن ۾ دامان بہ شامل آهي، جيڪو چين جي صوبي سنڪيانگ تائين وڃي ٿو پهاڙي علائقو آهي ۽ معدنيات جي لاءِ مشهور آهن. جهڙوڪ سون، لوهہ، لاجورد ۽ گندرف وغيره. هتي جون لعلون ۽ ياقوت سڀ کان وڌيڪ لاجواب آهن. زرعي پيداوار کان علاوه اُن ۾ ڪَلون بہ هتي جي پيداوار ۾ شامل آهن. هتي پستا بہ پيدا ٿين ٿا. هتي ريشم جا ڪينئان پالي ريشم بہ حاصل ڪيو ويندو آهي. سنڌ جي شاعرن بدخشان جي سرخ لعلن جو پنهنجن شعرن ۾ ذڪر ڪيو آهي.

**بَدَر:** مڪي ۽ مديني جي درميان حجاز جو مشهور چشمو جيڪو مديني منوره کان تقريباً 80 ميل پري آهي. هن هنڌ عهد نبويءَ جو پهريون اهم غزو پيش آيو. جاهليت واري دور ۾ هن جي اها اهميت هئي، جو پهرين ذوالقعد کان اٺن ڏينهن تائين هتي هر سال وڏو ميلو لڳندو هو جتي گيهہ، ڪَلون، روغن، اُٺ، ٻڪريون ۽ اوني عبائون واپار لاءِ اينديون هيون. بدر جي جوءِ اُچن پهاڙن جي وچ ۾ اٽانگي هنڌ تي گهيريل آهي، ليڪن اٽلي هنڌ تي پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي ڪري شام ڏانهن ويندڙ قافلن جي منزل ٿي رهيو آهي. اسلام کان اڳ هتي بنوضمره آباد هئا، جن جي هڪ شاخ بَنو غفار هئي، جن جي اصلاح لاءِ حضرت ابوذر غفاريءَ کي مقرر ڪيو ويو هو. بدر بيضوي شڪل جو ساڍا پنج ميل ڊگهو ۽ ساڍا چار ميل ويڪرو ميدان آهي. اُتي چوڌاري اُوچا پهاڙ آهن. مڪي، شام ۽ مديني وڃڻ واريون واٽون ڏکڻ، اتر ۽ اوير کان اچي بدر جي ميدان ۾ ملن ٿيون.

**بدر:** سجو چنڊ، ماهہ ڪامل، چوڏهينءَ جو چنڊ، پورنماسيءَ جو چنڊ. (تفصيل ڏسو: چنڊ)

**بدرالدجيٰ:** بدرالدجيٰ عربي ٻوليءَ ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ کي چوندا آهن. هيءَ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جو لقب آهي.

**بدرالدين اُجڻ، ڊاڪٽر:** بدرالدين اُجڻ پهرين اپريل 1947ع تي پير بخش اجڻ جي گهر، شڪارپور ۾ جنم ورتو. سندس خاندان سنڌ جي فقيراڻي قبيلي سان لاڳاپو رکي ٿو. جنهن وڏي عرصي کان وٺي سنڌ جي روحاني خدمت ڪئي آهي. خيرپور ضلعي ۾ اجڻ بزرگن جون ڪيترين درگاهون آهن. پر بدرالدين اجڻ ۽ سندن گهراڻو پيري مريديءَ کان پري آهي. بدرالدين اجڻ جو والد مرحوم پيربخش ڪيترو وقت ڪلارڪ ٿي رهيو. ملازمت دوران ڪيس ڊاڪٽر دائودپوٽي سان قربت جو موقعو مليو ۽ ان کان پوءِ هڪ استاد جي حيثيت ۾ ملازمت ڪيائين. رٽائرمينٽ کان پوءِ خانگي طور تي انگريزي پڙهائيندو هو. بدرالدين اجڻ پرائمري ۽ ثانوي تعليم شڪارپور ۾ ورتي. 1962ع ۾ مئٽرڪ ۽ 1967ع ۾ بي. ايس. سي پاس ڪيائين. ان کان پوءِ 1969ع ۾ انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. 1973ع ۾ ايل ايل بي ۽ 1977ع ۾ ”بين الاقوامي تعلقات“ ۾ ايم. اي ڪيائين. سال 1982ع ۾ سي. ايس. ايس جو امتحان ڏنائين ۽ سال 1997ع ۾ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ خيرپور مان سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاريءَ جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هن 1972ع ۾ تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان ملازمت ڪئي. 1973ع ۾ اسلاميہ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو. سي. ايس. ايس ڪرڻ ۽ ان جي تربيت وٺڻ کان پوءِ هيٺين مختلف عهدن تي ملازمت ڪيائين. اسسٽنٽ ڪمشنر مورو (1986 کان مئي 1988)، اسسٽنٽ ڪمشنر روهڙي (فيبروري 1988 کان مئي 1988)، ائڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر1- سکر (ٻيو دفعو، نومبر 1989 کان ڊسمبر 1990)، ڊپٽي سيڪريٽري لوڪل گورنمينٽ ڪراچي (ڊسمبر 1990)، ڪالونائيزيشن آفيسر گڊو بئراج سکر (مئي 1992)، ائڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر سيٽلمينٽ جيڪب آباد ۽ شڪارپور (آگسٽ 1993 کان جون 1994)، ائڊيشنل ڪمشنر روينيو لاڙڪاڻو (جولاءِ 1994 کان نومبر 1996)، ڪمشنر لاڙڪاڻو (قائم مقام- 4 نومبر 1996 کان 11 نومبر 1996)، ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻو (11 نومبر 1996 کان 25 ڊسمبر 1996). ڪجهه وقت



بلوچستان ۾ ڊپٽي هوم سيڪريٽري ۽ پوءِ ضلعي پنجگور (بلوچستان) ۾ ڊپٽي ڪمشنر طور فائز رهيو. ان ڪان سواءِ تعليم کاتي حڪومت سنڌ ۾ ايڊيشنل سيڪريٽري فار اسپيشل ايڊيوڪيشن به رهيو. بدرالدين اچڻ پنهنجي ادبي خدمتن جو آغاز، سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ تنقيدنگاريءَ سان ڪيو. خاص طور 'هلال پاڪستان' ۽ هفتيوار "آزاد" اخبارن ۾ مضمون ۽ مقالا لکڻ شروع ڪيائين. 'هلال پاڪستان' ۾ سندس تنقيدي مضمون شايع ٿيندا هئا. جڏهن ته 'آزاد' اخبار ۾ به هن تنقيد ۽ تبصري کي پنهنجو موضوع بنايو. "سنڌ ڪوارٽرلي" ۾ انگريزيءَ ۾ به لکڻ شروع ڪيائين. ان سان گڏ شعر و شاعريءَ جو به آغاز ڪيائين. شاعريءَ جي شروعات پروفيسر نعيم تقويءَ جي صحبت ۾ ۽ نثرجي ابتدا ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ جي دوستيءَ ۾ ڪيائين. ان ڪان سواءِ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ لاءِ ڪيترا علمي ۽ ادبي پروگرام پڻ ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ رهڻ ڪري سندس دوستيءَ جو حلقو وسيع ٿيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "سنڌي ادب ۽ تنقيدنگاري"، "ٽي. ايس ايليٽ" ۽ "ڪاڪ ٽيل پارٽي" (ترجمو) اهم آهن. رٽائرمينٽ کان پوءِ هن وقت شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ رجسٽرار آهي.

**بدرالمنير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مخدوم عبدالله جو لکيل آهي، جنهن ۾ رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جي سيرت ۽ سوانح تي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 12 آنا آهي. قاضي ابراهيم بن قاضي نورمحمد، محمد پريس، بمبئيءَ مان 1871ع ۾ ڇپرائي ڇپايو.

**بدرالمنير في احوال قيامت ڪبير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب (وڏيءَ قيامت جي بيان ۾) مخدوم عبدالله، منظوم سنڌيءَ ۾ سال 1184هه/ 1770ع ۾ تصنيف ڪيو ۽ سال 1290هه/1873ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپيو.

**بدر جي جنگ**: بدر جي جنگ مسلمانن ۽ مڪي جي ڪافرن وچ ۾ سال 2 هجريءَ/ جولاءِ 623ع ۾ وڙهي وئي. "بدر" نالي سان مديني کان اسي ميل پري، شام ملڪ ڏانهن ويندڙ رستي وٽ هڪ ڳوٺ آهي، جتي هيءَ جنگ لڳي، جنهنڪري ان تي "بدر جي جنگ" يا "غزوه بدر" نالو پيو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي مڪي کان مديني هجرت ڪري اچڻ کان پوءِ مڪي جي ڪافرن پڪو پهه ڪيو ته مسلمانن تي حملو ڪجي؛ ان ڪري هو هڪ هزار لشڪر تيار ڪري، مديني تي ڪاهي ويا. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن به 313 مسلمانن جو لشڪر تيار ڪري نڪتا. هن لشڪر وٽ نه هٿيار هئا ۽ نه هاٿي ۽ نه گهوڙا. بدر جي هنڌ لڙائي لڳي. ڪافرن کي سخت شڪست آئي. ڪي مارجي ويا، ڪي ڀڄي ويا ۽ ڪن پناهه ورتي ۽ خاص ڪري ڪافرن جا سالار، عتبه، ابوجهل ۽ اميه بن خلف مارجي ويا.

**بدر سميجو**: نوجوان ليکڪ، سماجي اڳواڻ ۽ پ پ اڳواڻ. بدر سميجو 2 جولاءِ 1971ع تي پني عاقل ۾ پيدا ٿيو سندس والد علي محمد خان سميجو



زميندار ي ڪرت سان وابسته آهي. بدر سميجي 1997ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم. اي ۽ 2003ع ۾ ايس ايم. لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل. ايل. بي ڪئي. شروع کان ئي ڪيس ڏيهي توڙي پرڏيهي ادب سان دلچسپي رهي. سندس لکيل ڊراما پڻ سنڌي ۽ اردو چينلن تان نشر ٿيا آهن. جن ۾ 'هم ٽي وي' تان 'هزار داستان' جي سري هيٽ سولو پلي مشهور رهيا. ان کان علاوه سنڌ ٽي. وي تان سندن ميزباني ۾ 'دي ليجنڊ' پروگرام پڻ نشر ٿيو. جنهن ۾ هن سنڌ جي اهم شخصيتن جا انٽرويو ڪيا. ادب ۽ سياست جا موضوع سندس پسند ۾ شامل آهن. ان کان علاوه مختلف سنڌي اخبارن ۾ ڪالم پڻ لکندو رهيو آهي. تازو 2009ع ۾ سندس ڪتاب "بين الاقوامي سياست ۾ امن جو سوال" ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو آهي. بدر سميجو تازو ئي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو آهي ۽ هن وقت ادبي ۽ سماجي سرگرمين ۾ مصروف عمل آهي. سندس رهائش پنوعاقل ۾ آهي.

**بدر سومرو**: انساني حقن جو ڪارڪن، شاعر ۽ ڪهاڻيڪار پروفيسر بدر سومرو 13 جنوري 1958ع تي ڳوٺ ڳاڙهي موري تعلقي ۽ ضلعي خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيو هن فائين آرٽس ۾



ڊپلوما ۽ صحافت ۾ ايم. اي ڪئي آهي. هو سنو ڪالم نگار پڻ آهي. انساني حقن جي تنظيمن سان سندس گهڻي وابستگي رهي آهي. هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جو باني ميمبر ۽ بين الاقوامي انساني حقن جي تنظيمن جهڙوڪ: ايمنسٽي انٽرنيشنل، هيومن رائيٽس واچ، ريڊ ڪراس انٽرنيشنل ۽ سائوٿ ايشيا هيومن رائيٽس ڪميشن جو ميمبر ۽ سهڪاري رهيو آهي. سندس ڇپيل تصنيفن ۾ "ندامت" (ڪهاڻيون 1990)، "ڪراچيءَ جو ڇا ٿيندو؟" (1994)، "سنڌ ۾ ڇا ٿيندو؟" (تحقيقي رپورٽ 1994). انساني حقن جو پڌرنامو (ترجمو: 1990)، سنڌ انڪوائري (انساني حقن جي ڪميٽين جي تحقيقي رپورٽ (1990) شامل آهن. جڏهن ته سندس ڪجهه ڪتاب اڻ ڇپيل صورت ۾ وٽس موجود آهن. هو هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماس ڪميونيڪيشن ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي ۽ ڄامشوري ۾ رهندڙ آهي.

**بدر شاهه**: شاعر بدر شاهه جو اصل نالو بدرالدين شاهه آهي؛ هن 15 نومبر 1965ع تي ڳوٺ وڪيي سانگي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. تعليم ايم. اي معاشيات اٿس. 1991ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪيائين. شاعريءَ ۾ مشهور شاعر آثم ناٿن شاهي سندس اُستاد آهي. غزل، نظم ۽ وايون سٽيون لکندو آهي، جڏهن ته هن هائيڪا ۽ ترائيل به لکيا آهن. هو پاڻ به اسڪول ۾ اُستاد آهي. سندس شاعريءَ جو مجموعو تيار آهي.

**بدر قريشي**: بدرالدين "بدر" ولد اميربخش "امير" قريشي 12 اپريل 1941ع تي جيڪب آباد ۾ جائو. پنهنجي والد جي نوڪريءَ سانگي ڪراچيءَ ۾ اچي



رهيو. تعليم انٽر آرٽس هئس. ڪجهه وقت هڪ غيرسرڪاري دوائن جي ڪمپنيءَ ۾ ملازمت ڪيائين ڪجهه عرصو انگريزيءَ ۾ صحافت به ڪيائين پر بدقسمتيءَ سان ڀرپور جوانيءَ ۾ هڪ روڊ حادثي ڪانپوءِ باقي سڄي حياتي بستري تي معذوريءَ حالت ۾ گذاريائين. سندس بسترو هڪ دريءَ جي ڀرسان رکيل هوندو هو جيڪا هڪ اهڙي باغ ڏانهن کلندي هئي، جنهن ۾ ٻار راند روند ڪندا هئا. بس، زندگيءَ جو سڄو اتساهه اتان وٺندو هو ۽ ڏاڍي خوبصورت

شاعري ڪندو هو. ڪڏهن به مايوس نہ ٿيو ۽ نہ وري ڇهري تي رنج جي ريکا آيس. بدر قريشيءَ کي علم ۽ ادب سان تمام گهڻو شوق هو. نظم خواهہ نثر ۾ مسلسل لکندو رهيو. سال 1950ع ۾ پهريائين "سرشار" عقيليءَ ۽ بعد ۾ پنهنجي والد بزرگوار "امير قريشيءَ" وٽان شعر - سخن جي سکيا ۽ اصلاح حاصل ڪيائين. سنڌي زبان کان سواءِ اردوءَ ۾ بہ آسانيءَ سان شعر جوڙيندو هو. معذوريءَ واري حالت ۾ بہ سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جو سرگرم ميمبر رهيو. سندس معذوريءَ سبب ڪاروباري ڪاميٽيءَ جون سڀ گڏجاڻيون، سندس گهر تي ٿينديون هيون. سندس سنڌي شاعريءَ جو مجموعو قلمي صورت ۾ موجود آهي. سندس عمر گهڻي ڪان ٿي ۽ پاڻ 17 يا 18 سالن جي تڪليف ده حياتيءَ کان پوءِ 30 جنوري 1990ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس طارق روڊ ڪراچي وٽ واقع پِي. اِي. سي. ايڇ ايس قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ جي حوالي ڪيو ويو.

**بَد رقو:** مسافريءَ ۾ رستو ڏيکاريندڙ، بورائي سونهون، پرانهين يا اڻ سونهين سفر ۾ سونهون، منزل تي رسائيندو آهي.

**بَد رڪاب:** اُهو گهوڙو جيڪو چڙهيءَ ۾ ڏکيو هجي. اهنڊ گهوڙو جيڪو لغام نہ وٺي ۽ چڙهيءَ ۾ سنوت نہ ڏئي. بدلغام گهوڙو.

**بِدعَت:** عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي اصطلاحي معنيٰ آهي "ڪا اهڙي رسم يا طريقو، جنهن ۾ قرآن ۽ سنت جي پيرويءَ کان تجاوز ڪيو وڃي". دين اسلام جي شريعت ۾ نئين رسم، جيڪا نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جي وقت ۾ نہ ٿي هجي.

**بدعت توڙ (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب محمد حسين هاليجويءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 23 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. هيءَ ڪتاب، حافظ مولوي عبدالحميد سال 1934ع ۾ سکر مان ڇپايو.



**بَدڪ:** هيءَ پاڻيءَ جي پکين جو هڪ وڏو ڪٽنب آهي، جنهن ۾ ڪوڙ ڪٽنب ۽ قسم آهن. سائنسدانن هن ڪٽنب جي پکين جو ڪافي غور سان مشاهدو ڪيو آهي ۽ ڪين عادتن ۽ رنگ روپ جي بنياد تي جدا جدا جنسن ۾ ورهايو آهي. هن گروهہ جو وڏي ۾ وڏو پکي راج هنس آهي، جيڪو مانسرور ڍنڍ ۾ ٿيندو آهي. هنج پکي جا بيا بہ قسم آهن جيڪي سياري ۾ گرم علائقن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪندا آهن. ننڍين بدڪن جا بہ ڪوڙ قسم آهن. جن جا سنڌي نالا هن ريت آهن:

گرو هنج (Graylag Goose/ *Anser anser*)

قاز (Bar-headed Goose/ *Anser indicus*)

للوهنج، مُنگهہ، ڪٽئين، سرخاب (Brahminy Duck/ *Tadorna ferruginea*)

باتشاهہ، لال سر رتبو (Red-crested Pochard / *Netta rufina*) ٿرهاندو،

ٿوراندو (Common Pochard / *Aythya ferina Nyroca feina*)

هنجر (Spotbill / *Anas poecilorhyncha*)

ڏگوش ڪوڪڙالي (Pintail or Northern Pintail / *Anas acuta*)

هُراڙو، ڪَرڙو، چيڪلو (Common Teal / *Anas crecca*)

چُوئي (بدڪ) (Marbled Teal / *Marmaronetta or Anas angustirostris*)

ٽُپڻو (Garganey / *Anas querquedula*)

نيرگ، نيرگهي بدڪ (Mallard / *Anas platyrhynchos*)

ڦاڙهائو بدڪ (Wigeon / *Anas Penelope*)

لنگهوں گهڻي اليپت (Nothern Shoveller/ Anas clypeata)

ٻوئن ٻوئري، ٻئاري، ٻهن ٻرڙ (Gadwall / *Anas strepera*)

رُونهارو (Tufted Duck or Pochard / *Aythya fuligula, Nyroca fuligula*)

ٻُرڻو (White-eyed Pochard, Ferruginious Duck / *Aythya nyroca*)

ٻُرڻو (وڏو) (Greater Scaup / Aythya marila)

چيهہ (Lesser Whistling-duck *Dendrocygna_javanica*)

ڪڪڙ وانگر پالتو گهريلو پکي بہ آهي، يورپ ۾ ان جي فارمنگ بہ ٿئي ٿي ۽ ان جو گوشت ڪڪڙ وانگر عام خوراڪ طور کائيندا آهن. پٽائيءَ جو بيت آهي:

هنج مڙيئي هنجهہ، ميرو منجهن ناهہ ڪو،
جتي رهن سنجهہ، سو سَرڪن سُرهو!

**بدگماني (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب نارائڻ داس واڌومل ميلاڻيءَ جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 71 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. منشي پوڪرداس ٿانورداس، شڪارپور مان سال 1914ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بَدلواهہ:** تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهہ.

**بدمعاش (ڪتاب):** هي ڪتاب جمال ابڙي جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي جيڪو مجموعي ۾ شامل هڪ ڪهاڻي 'بدمعاش' جي عنوان سان پاڪيٽ سائيز ۾ ڪچي جلد سان شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ 'پشو پاشا' واري مجموعي ۾ ڏنل سڀ ڪهاڻيون موجود آهن. هن ڪتابڙي جي قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سهڻي پبليڪيشن، اشرف آرٽ پريس حيدرآباد مان سال 1972ع ۾ ڇپايو.

**بدمعاشن جي ٽولي (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ماستر هاسي مل ناٿاڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ 136 صفحا آهن. هن جي قيمت 8 آنا آهي. ڇاپو پهريون، هريسنگهہ ائنڊ سنز سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**بدنصيب ٽري (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب، نامور اديب ۽ تعليمدان محمد اسماعيل عرسانيءَ جو لکيل مشهور ڊرامو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 144 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ، ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1939ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو، هندستان بوڪ ڊيپو طرفان آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1947ع ۾ ڇپيو. پنجون ڇاپو آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1948ع ۾ شايع ڪيو ۽ ڇهون ڇاپو بہ آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس طرفان، سال 1957ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو هڪ ايڊيشن سنڌي ادبي بورڊ پاران بہ 1999ع ۾ ڇپيو. سيد غلام مصطفيٰ عرساڻي صاحب جي ٻن ڪتابن تي مشتمل ڪتاب 'ٻہ ڪتاب' ڇپايو هو جنهن ۾ 'بدنصيب ٽري' بہ شامل آهي.

**بَدنو:** ڌاتوءَ مان ٺهيل هڪ قسم جو ٿانءُ جيڪو پتل، جست، اسٽيل يا ٽامي مان ٺهيل هوندو آهي. ان جي نالي جنهن مان پاڻي خارج ٿئي، اُها قدري ڊگهي ٿيندي آهي. بدني کي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ 'ڪوُنرو' بہ چوندا آهن. هيءَ ٿانءُ هٿ منهن ڌوئڻ، طهارت وغيره لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

**بدن و صحت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪنهيا لعل چيلارام سنتاڻيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 157 صفحا ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو هيو. اسڪول ڪاليج اسٽورس. نئشنل پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1934ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو جنهن ۾ 164 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا اٺ آنا ڄاڻايل آهي. چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپيو ستون ڇاپو جنهن ۾ 154 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا اٺ آنا ڄاڻايل آهي. سو بہ چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1941ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻارهون ڇاپو جنهن ۾ 156 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. سو ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپنيءَ طرفان ديش مترا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيو.

**بدني بناوت ۽ فطرت جو اڀياس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب رحيم بخش رياستي ۽ محمد اسماعيل منگيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 175 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد 1953ع ۾ شايع ڪيو. ڇاپو چوٿون. شيخ عبدالرسول. فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1958ع ۾ شايع ڪيو.

**بَدو**: ڪڏهن ڪڏهن، ڪو شخص پنهنجي برادريءَ يا ڪنهن غير برادريءَ مان پنهنجي پٽ لاءِ ٻانهن جي گهُر ڪندو آهي، تہ موٽ ۾ اُهي ٻڻ ڪانئس پنهنجي پُٽ، ڀاءُ يا ڀائٽيي لاءِ ٻانهن جي گهُر ڪندا آهن. انهيءَ رسم کي "بَدو" يا "اَدوبدو" (ڏي وٺ) چيو ويندو آهي. انهيءَ سلسلي سان ائين سمجهيو ويندو آهي تہ ٻنهي ڌرين کي ڪنهن تڪليف جو مُنهن ڏسڻو نہ پوندو، جو تہ هڪٻئي جون نياڻيون سندن گهرن اندر هونديون آهن. بَدي واريءَ رسم جي هڪ اهم خرابي اِها آهي تہ جيڪڏهن هڪ گهر ۾ ڪو رولو پوي، يعني گهوٽ ڪنوار جو نباهُ نہ ٿي سگهي، يا جهيڙو جهڳڙو ٿي پوي، تہ انتقام طور ٻئي شخص جو گهر پڻ اُجڙي سگهي ٿو ۽ پوءِ نوبت ٻنهي گهرن ۾ طلاق تائين پهچي وڃي ٿي. ان ڪري ان کي هڪ سماجي برائي سمجهي سگهجي ٿو جنهن جي خلاف سنڌي اديبن بہ گهڻو لکيو آهي.

**بَدُو**: عرب جا سامي نسل اُٺ پاليندڙ خانہ بدوش ماڻهو 'بُدُو' سڏبا آهن. سندن مذهب اسلام آهي. پنهنجي مڪاني روايتن ۽ رسمن جي ڏاڍي پابندي ڪندا آهن. مهمان نواز ۽ انصاف پسند آهن. ننڍن ننڍن قبيلن ۾ منظم آهن. 20 صديءَ ۾ سنڌ جا ماڻهو حج ڪرڻ لاءِ پيادا ويندا هئا تہ عربستان جي حدن ۾ "بدو" لوڪ سندن سامان سڙو ڦري وٺندا هئا، پر جيئن تہ اهي "بدو" پلي پار جا يعني سڳوري سر زمين جا هئا، تنهنڪري سنڌي ماڻهو انهن لٽيرن کي بہ ادب ۽ حب وچان "بَدو سڳورا" چوندا هئا. بَدو جهالت واري دؤر ۾ عرب جو سڀ کان بد تهذيب قبيلو هو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هيءُ قبيلو پنهنجون ڪيترين ئي روايتي رسمون جاري رکندو اچي. بَدو گهڻو ڪري واريا سان علائقن ۾ رهندا آهن ۽ سندن رهائش خيمن ۾ هوندي آهي.

**بدوي**: عربستان جو ڳوٺاڻو بدوي، صحرانشين. شاه لطيف پنهنجي ڪلام ۾، ٽروارن سانگين يا ٿرن بر ۾ رهندڙ ۽ پاڻيءَ ۽ گاهہ جي تلاش ۾ مال ڪاهي هلندڙ مارن پنهوارن جي رهڻي ڪهڻي، عرب جي بدوين جهڙي ڏسي، انهن کي استعاري طور "بر جا بدوي" ڪري ڄاڻايو آهي. شڪارپور ۾ هڪ خاندان پهرين تخلص طور ۽ پوءِ لقب طور اهو لفظ استعمال ڪندو رهيو آهي، جيئن لطف الله بدوي، بيدل مسرور بدوي، احسان احمد بدوي ۽ غلام محمد بدوي. هن آڪهہ مان اهم اديب، نقاد ۽ شاعر ٿي گذريا آهن.

**بدهاضمو**: هرڪا بيماري قدرتي قاعدن ٽوڙڻ ڪري ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح بدهاضمي جي بيماريءَ جا ڪارڻ هيٺيان آهن: (1) گيهہ پوريءَ طرح نہ اٽڻ ڪري بدهضمي ٿئي ٿي. ڇاڪاڻ تہ جيڪو کاڄ کائجي ٿو سو نڙيءَ واري نليءَ مان اندر پيٽ ۾ وڃي ٿو ۽ اُن جي جيري مان پيلي پِتُ ۽ نڙيءَ مان هڪ قسم جو پاڻي نڪري اچي کاڌي سان ملي ٿو تنهن ڪري ئي کاڌو هضم ٿئي ٿو. اُها پتُ، جُن وانگر تمام تکي ۽ ڪوڙي آهي. جيڪڏهن آنڊي واري نلي سڄي کاڄ کائڻ ڪري سُٽيي نہ هوندي، تہ پت اُن ۾ زخم ڪري وجهندي، جنهن ڪري هاضمي جي طاقت کي نقصان رسندو. (2) کاڌو وات ۾ خوب چٻاڙڻ ڪري ۽ سان گڏجي اڌ پڪل ٿي اندر وڃي ٿو پر جي اڌوگابرو چٻاڙي گهڻي وڃبو. يعني ڏندن جو ڪم بہ اوجهري کان وٺبو تہ کاڌو اندر دير سان هضم ٿيندو ۽ اندر پاڻيءَ ۾ مليل هئڻ ڪري بدبوءِ ڪندو. ۽ ائين پوريءَ طرح چٻاڙڻ ۽ ورزش نہ ڪرڻ ڪري هاضمو خراب ٿئي ٿو (3) جيئن گرم چمنيءَ تي پاڻيءَ جو ڇنڊو وجهبو، تہ پڇي پوندي، تيئن اونهاري ۾ گهڻي برف ڪم آڻڻ ڪري کاڌو هضم نہ ٿي سگهندو آهي. (4) دير هضم کاڌو يعني گهڻو گوشت يا تمام ڪچو يا رڌل ميوو يا ڪچو کاڌو هاضمي جي شڪتي خراب ڪري ٿو. (5) آنڊي کي نفيس ڪرڻ يعني تمام سنهو اٽو يا سنها ڦلڪا، گهڻي سوڊا، ڪٽاڻ، مصالحو ۽ هاضمي جون ٽڪيون ۽ پيون اهڙيون شيون کائڻ ڪري هاضمي جي طاقت خراب ٿئي ٿي. (6) پوري وقت تي نہ کائڻ، يا هر هر کائڻ ۽ گهڻي کائڻ ڪري بہ هاضمو خراب ٿئي ٿو. حڪيم ان حوالي سان صلاح ڏيندا آهن تہ:

(1) سٺي پورو پنو کائجي، جو تہ انهيءَ سان پتُ نليءَ کي زخم نہ ڪندي. (2) هرهڪ عضوي کان سپرد ٿيل ڪم چڱيءَ طرح وٺڻ ڪري، اُن ۾ رت جي گردش گهڻي ٿيندي ۽ اُهو عضوو مضبوط ٿيندو. انهيءَ ڪري ئي پڙهيل شخص اڻ پڙهيل کان سياڻو ٿئي ٿو ۽ لوهار جي ٻانهن سنياسيءَ جي بيٺل ٻانهن کان مضبوط ٿئي ٿي. (3) گهڻي برف يا چانهہ، گهڻي مصالحي، ڪٽاڻ ۽ ڪچي کاڌي ۽ ڪني ۽ ڪچي ميوي کائڻ کان پاسو ڪجي. کاڌو پوري وقت تي ۽ ڏينهن ۾ ٻہ يا ٽي دفعا کائڻ گهرجي. (4) جيئن ماڻهو تندرست ۽ جوان هوندو، تيئن کاڌي جو رس سندس رڳون گهڻو چڪيندين. انهيءَ ڪري ٿوري تڪليف اچڻ ڪري گهڻا جلاب وٺي ۽ اجايا زور ڏيئي هاضمي جي طاقت خراب ڪري نہ ڇڏجي.

**بَدِيعُ الجَمال**: نهايت حسين شهزاديءَ جو نالو. "سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال" جي عشقيہ قصي جو هڪ ڪردار آهي. سنڌ ۾ عام روايت آهي تہ سيف الملوڪ نالي هڪڙي سوداگر سامان جو ٻيڙو پرائي اروڙ تي اچي لنگر هنيو ان وقت سنڌ تي دلوراءِ جي بادشاهي هئي، جيڪو ظالم بادشاهہ هو. ان جو قاعدو هو تہ جيڪو سوداگر اچي لنگر هڻندو هو، ان کان ڏن طور هڪ رات لاءِ سندس زال پنهنجي محل ۾ سڏائيندو هو سيف الملوڪ جي زال بديع الجمال ڏاڍي سهڻي هئي. سيف الملوڪ کي جڏهن بادشاهي حڪم جي خبر پئي تہ هن خدا کي سوال ڪيو تہ دلوراءِ جي نگري ناس ڪر. سوداگر رات وچ ۾ اروڙ وٽان بنڌ ڏياري، جنهنڪري درياهہ پنهنجو رُخ بلائي رات وچ ۾ ٻئي هنڌان وهڻ لڳو ۽ سيف الملوڪ پنهنجو ٻيڙو ڪاهي سلامتيءَ سان نڪري ويو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو قصو صوفي شاعري ۾ ڳاتو ويو آهي. هماليہ جبل جي ڪڇ ۾ 'سيف الملوڪ ڍنڍ' کان وٺي بدين ضلعي جي ڏکڻ ۾ هڪ ماڳ تي 'سيف الملوڪ جو کوهہ' تائين ڪجهہ ماڳ انهن ڪردارن سان منسوب آهن.

**بدين**: سنڌ جو مشهور ۽ پراڻو شهر آهي. هي شهر حيدرآباد شهر کان 68 ميلن جي مفاصلي تي آهي. موجوده وقت جنهن جڳهه تي بدين جو شهر ٻڌل آهي، ڪي تاريخدان ان جو پراڻو نالو "ساولپور" لکن ٿا. اصل بدين جو شهر موجوده بدين کان اڌ ميل پري هو، جتي هينئر ڪنڊر موجود آهن. بدين 1780ع ۾ مدد خان پٺاڻ جي سنڌ تي ڪاهه وقت، ان جي لشڪر تباهه ڪيو هو. قديم بدين جي دڙي مان سڪندراعظم جي دؤر جا سڪا به مليا آهن ته ان کان اڳ جا تاريخي اهڃاڻ پڻ، جن مان هن شهر جي قدامت جو پتو پوي ٿو. هڪ روايت موجب "بدين" ملاحن جي ذات آهي، جنهن جي ڪنهن دؤر ۾، انهيءَ شهر واري هنڌ. ريڻ درياهه تي مياڻ هئي، جيڪا "بديڻ مياڻ" سڏبي هئي، پوءِ آهستي آهستي 'بدين' جي نالي سان مشهور ٿي ۽ انهيءَ ڪري ئي هن شهر تي اهو نالو پيو. "بديڻ" نالي وارا ملاح ٺٽي ضلعي ۾ پير پٺي جي پرسان اڄ به رهن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي تحقيق موجب، بدين جو نالو هڪ بزرگ شهاب الدين جي نالي پٺيان پيو. پير شهاب الدين سهروردي سلسلي جو بزرگ ۽ شاهه عبدالڪريم رحه جي وڏن مان، مٽياريءَ جي جراڙ پوٽا گهراڻي




مان هو. سندس مقام بدين شهر کان ڏيڍ ميل کن اتر- اولهه طرف، "شهاب الدين جو مقام" عوامي زبان ۾ "شاهه بَدي" (شهاب الدين) جو مقام سڏجي ٿو. بدين شهر جو نالو پڻ شهاب الدين (= شهاب دين= شاهه بدين= بدين) جي نالي پويان پيو. شاهه عبدالڪريم رحه جي والد لال محمد شاهه عرف شاهه للي جي مزار پڻ "شهاب الدين جي مقام" ۾ آهي ۽ مشهور آهي. لوڪ روايتن موجب، سمن جي دؤر ۾ بدين جي آسپاس جوڻيجا ذات وارا ماڻهو زور هئا. جڏهن هوٿل پدمڻيءَ جو مڙس ڄام اڍو ڪيهر ڪجهه وقت بدين ۾ اچي رهيو ته جوڻيجن هڪ جنگ ۾ ڄام اڍي کي ماري وڌو. هوٿل پنهنجو پٽ "جکرو" ۽ ڌيءَ "سڪر" کي وٺي ننڍي شهر پرسان وڃي رهي. جڏهن جکرو وڏو ٿيو ته پيءُ جو وير وٺڻ لاءِ توگاچي راهمي جي مدد سان بدين تي ڪاهي آيو ۽ بدين کي تباهه ڪري ڇڏيائين. ائين بدين جو شهر پهريون ڀيرو گهرو لڙائين سبب تباهه ٿيو. بدين جي اوپر کان ريڻ درياءُ وهندو هو انهيءَ ڪري، هن پٽ کي آبپاشيءَ جون سهوليتون موجود هيون. ماڻهن ڦٽل بدين تي وري گهر اڏڻ شروع ڪيا ۽ هي شهر ٻيهر آباد ٿي ويو.

ارغونن جي ڏينهن ۾ مرزا ظفر بيگ بدين ۾ اچي رهيو. انهيءَ ڪري بدين جو نالو بار بار ڪم اچڻ لڳو. مظفربيگ جون جاني بيگ سان بدين جي پرسان جهڙپون به ٿيون. فارسي واقع نگارن انهن تي قلم کنيو. جنهنڪري انهيءَ وقت جي ڪتابن ۾ بدين جو ذڪر اچڻ لڳو. فارسي تاريخدانن انهيءَ کان اڳ ۾ به بدين جو نالو ڪتب پئي آندو. سمن کان پوءِ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو به بدين سان سڌيءَ ۽ اڻ سڌيءَ طرح واسطو رهندو پئي آيو. جڏهن همايون بادشاهه فتح باغ ۽ جُوڻ شهر ۾ اچي رهيو، تڏهن بدين سنئون سڌو مغلن جي اثر هيٺ رهيو. مرزا صالح ۽ مرزا باقي بيگ جي لڙائي به بدين ۾ لڳي، جنهن سبب ڪافي خونريزي ٿي ۽ بدين ۽ چاچڪان تي نهايت خراب اثر پيو. ائين سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي ڏينهن ۾ بدين برباد ٿيندو ۽ ٻيهر اسرندو رهيو. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ مدد خان جي ڪاهه کان پوءِ بدين جو پراڻو شهر وري اسري نه سگهيو. مدد خان شهر کي باهه ڏيئي ساڙائي ڇڏيو هو. پراڻي بدين جو اهو آخري دؤر هو. بدين جي قديم شهر ۾ ڪيترائي ڪتبا پٿرن تي اُڪريل هئا، جيڪي هينئر لُسجي ويا آهن. مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب انهن ڪتبن تي 632هه/ 1234ع ۽ 987هه/1579ع سال لکيل هئا. بدين جي انهيءَ قديم شهر ۾ مشهور بزرگ رهندا هئا، جن مان هڪ عبداللطيف ڪيسر هو جيڪو اورنگزيب بادشاهه جو گهاٽو دوست ۽ شاعر هو. هن شهر ڪيترائي دور ڏٺا آهن: آئين اڪبريءَ ۾ هن کي پرڳڻو ڄاڻايو ويو آهي. مرزا جاني بيگ جي زماني ۾، مظفر ترخان بدين جو نواب هو جنهن کي سندس پيءُ مرزا باقيءَ مقرر ڪيو هو. مرزا محمد باقيءَ جي وفات کان پوءِ مرزا مظفر بغاوت ڪئي؛ مرزا جاني بيگ مٿس ڪاهي آيو؛ بدين وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ مرزا مظفر شڪست کاڌي ۽ مرزا جاني بيگ بدين جي قلعي ۾ داخل ٿيو. 998هه/ 1580ع ۾ جڏهن خان خانان حملو ڪيو، تڏهن هن هڪڙي لشڪر کي بدين ڏانهن موڪليو. جنهن هن شهر تي قبضو ڪيو. سن 1158هه/ 1745ع ۾، ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي وقت ۾، ڪڇ جي راءِ جا ماڻهو 'ڪانجي ڪوٽ' فتح ڪري، بدين ۽ آسپاس جي شهرن تي ڪاهي آيا. ميان نورمحمد، شاهه بهاري ۽ ٻين فقيرن کي موڪليو جن وڃي هنن کي اُتان ڀڄائي ڪڍيو. 1780ع ۾ مددخان پٺاڻ، هڪ مصيبت جي روپ ۾، لاڙ مٿان اچي نازل ٿيو هو. ٻين شهرن سان گڏ بدين کي به تباهه برباد ڪري ڇڏيو. موجوده شهر جي ڏکڻ اوڀر طرف، پراڻي شهر جا ڪنڊر ۽ دڙا سلامت بيٺا هئا. مرزا قليچ بيگ ۽ ايتڪن هن شهر جي باقي بچيل مسجدن جو بيان ڪيو آهي، جنهن مان هڪ تي پٿرن تي 632هه/ 1234ع ۽ ٻيءَ تي 987هه/ 1579ع اُڪريل هئا. انهن مان پهرينءَ مسجد کي "مريائين مسجد" چوندا هئا. هن مسجد جو محراب 1960ع تائين بيٺل هو ۽ پوءِ ڪري پيو. 1985ع ۾ سيراڻي- بدين رستو ڪڍڻ لاءِ، انهن ڪنڊرن جي اولهه واري حصي جي کوٽائي ڪرائي ويئي هئي. کوٽايل حصي جي ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته هن شهر کي باهه ڏياري ختم ڪرايو ويو هو. بدين جو هاڻوڪو نئون شهر ميرن جي دؤر ۾ آباد ٿيو. نئين بدين ۾ هينئر ريلوي اسٽيشن آهي، جيڪا پاڪستان ريلوي جي ڏکڻ طرف آخري اسٽيشن آهي. هن وقت هي شهر ڪراچيءَ، حيدرآباد، سيراڻيءَ، علي بندر، ٽنڊي باگي، سجاول ۽ ٺٽي سان رستن ذريعي ڳنڍيل آهي. هتي گيهه ۽ اناج جو سٺو واپار ٿئي ٿو. بدين شهر، بدين ضلعي جو هيڊڪوارٽر آهي. انهيءَ ڪري ضلعي جون سڀئي سرڪاري آفيسون به هتي آهن. هي شهر جديد دؤر جي هر سهوليت سان سينگاريل آهي. تعليم جي حوالي سان هن شهر ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري، مڊل، هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج پڻ آهن. سنڌ يونيورسٽي جو لاڙ ڪاليج به بدين ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. بدين ضلعو، حيدرآباد ڊويزن ۾ آهي. پهرين جنوري 1975ع تي بدين کي ڌار ضلعو بڻايو ويو. انهيءَ کان پهرين اهو علائقو ضلعي حيدرآباد جو هڪ تعلقو هو. بدين ضلعي ۾ چار تعلقا آهن. (1) بدين، (2) ٽنڊوباگو (3) گولاڙچي (هاڻي شهيد فاضل راهو) ۽ (4) ماتلي. هن ضلعي جي اتر ۾ ضلعوءِ تعلقو ٽنڊوالهيار، اوڀر ۾ ڊگهڙي ۽ ڏيپلي جا شهر، ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ اولهه ۾ ضلعي ٺٽي جو تعلقو جاتي ۽ ضلعو ٽنڊو محمد خان واقع آهن. زراعت جي لحاظ کان هي ضلعو پاڻيرو آهي. هتي ڪپهه، ڪمند ۽ اناج

جا تمام بهتر فصل ٿيندا آهن. ضلعي جي سموري زراعت جو دارومدار سکر ۽


بدين ضلعي ۾ ٿيندڙ سورج مکيءَ جي پوک

ڪوٽڙي بئراج تي آهي. ضلعي جي ايراضيءَ کي پاڻي پهچائڻ لاءِ ڦليليءَ مان واهه کڍيا ويا آهن. ضلعي ۾ ڪافي مقدار ۾ تيل نڪتو آهي. تقريباً 15 کان 20 هزار بيرل ڪچو تيل روزانو ڪڍيو وڃي ٿو. هيءُ ضلعو قدرتي گئس ۽ پيٽرول سان به مالامال آهي. ڪمند جي زياده پيدوار سبب هن ضلعي کي "شوگر اسٽيٽ" به چيو ويندو آهي. هن ضلعي ۾ 6 شوگر ملون آهن. بدين جو سامونڊي ڪنارو به قدرتي خزانن سان ڀرپور آهي، مڇي ۽ ٻين آبي پکين جي شڪار لاءِ هرسال ڏيڍ ڪروڙ جو ٺيڪو نيلام ٿيندو آهي. بدين ضلعو ٻن سب ڊويزنن، بدين سب ڊويزن ۽ ماتلي سب ڊويزن تي مشتمل آهي. هن تعلقي ۾ ڪافي مشهور ڳوٺ ۽ شهر موجود آهن. هتي دفري، سار هڏي، دونگهڙ، اوجهري، جڳڙي ۽ انگڙي مشهور ڍنڍون آهن. هن ضلعي ۾ 13 سپروائيزري سرڪل، 106 تپا ۽ 518 ديهون آهن. ضلعي ۾ 29 يونين ڪائونسلون، 7 ٽائون ڪاميٽيون ۽ ننڍا وڏا 21 شهر آهن. انهن شهرن ۾ بدين، ترائي، تلهار، نندو، ڪڍڻ، سيراڻي، ڀهڊمي، ڏندو، لنواري شريف، ماتلي، ٽنڊو غلام علي، ٽنڊوباگو، پنگريو، ڪوسڪي، گولاڙچي، ڪورواهه، پڳڙا ميمڻ ۽ ڪڙيو گهنور مشهور آهن. بدين ضلعي جي پراڻن علائقن ۾ مانڌر، ولاسو، نوت، وَنگو، جياٽ ۽ ولهار شامل آهن. هن ضلعي ۾ ڪيترائي ميلا لڳن ٿا، جن ۾ شاهه قادريءَ، شيخ ڪرهيي پانداريءَ، لنواري شريف، پير تاج الدين (شاهه طريل)، شاهه گُهرئي، روپاماڙيءَ ۾ دودي شهيد، غلام شاهه، سمن سرڪار، ساجن سوائي، احمد راڄي، خليفي محمود نظاماڻيءَ، ملان حسڻ، گل غيبيءَ ۽ ميين موسي وغيره جا ميلا مشهور آهن. علمي ادبي لحاظ کان به هي ضلعو شاهوڪار آهي. هن ضلعي ۾ سڀ کان پهرين، سومرن جي ڏينهن ۾ "مر ڪان شيخڻ" پنهنجا ڳيت ڳايا. عبداللطيف ڪيسر، خواجه محمد زمان، عبدالعظيم جت، سانوڻ فقير، سمنگ چارڻ، پاڳو پان، پيرو فقير نونداڻي، خليفو نبي بخش لغاري 'قاسم'، الله بخش نظاماڻي، منٺار منڌرو، پير پاون علي شاهه، مولوي احمد ملاح، حاجي پير بخش فاروقي 'دلريش'، تاج محمد مشتاق 'افغان'، محمد صديق مسافر، نذير حسين حيدري، پير عالي شاهه، مولوي علي محمد مهيري، مولوي محمد عثمان نورنگزادو، مولوي نورمحمد نظاماڻي 'نور'، راضي فقير رند، انيس مهيري، فرمان علي جعفري، شمشيرالحيدري، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو خواجه قلب علي (ٽڪلو)، غلام احمد "بيدم"، محمد صديق مرهم، آڪاش انصاري، عبدالرحمان 'نقاش'، ماستر محمد سومار شيخ، مشڪور ڦلڪارو، نورمحمد نور سمون، آصف جمالي، نقاش علواڻي، سانوڻ سنڌي، ابوبڪر شيخ، عبدالله ملاح، فراق هاليپوٽو، امر سنڌي، انب گوپانگ، ڪنول لهاڻو، پَوَن سنڌي، ننڍو موروائي، ڪاڪائو دراوڙ، مولوي عبدالله، ناصر بلوچ ۽ مور سنڌي بدين ضلعي جا مشهور شاعر، عالم ۽ اديب آهن. بدين ضلعي جون ٻيون نامور شخصيتون مير ٺارو خان مانڪاڻي، مير غلام محمد ٽالپر، ڏاتو خان جمالي، مير باگو خان ٽالپر، مير بنده علي ٽالپر، رئيس نجم الدين سريوال، رئيس نبي بخش پرڳڙي، شهيد فاضل راهو، سيٺ سبز علي خواجه، ڊاڪٽر غلام حسين جعفري، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، پير حاجي حسن بخش شاهه، مير ولي محمد ٽالپر، غلام حيدر نظاماڻي، پير علي بهادر، محمد اسماعيل راهو، ڊاڪٽر سلطان احمد جوڻيجو، ڊاڪٽر محمد علي قاضي ۽ ڊاڪٽر ايم. اي عالماڻي، ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا، ڊاڪٽر فهميده مرزا ، ڊاڪٽر سڪندر مينڌرو ۽ ڊاڪٽر خالده سڪندر وغيره ذڪر جي لائق آهن. پراڻن آثارن ۽ دڙن جي حوالي سان به بدين ضلعو خاص اهميت رکي ٿو. سنڌو درياهه جي پراڻي وهڪري، ڍوڪري جي ڪپرن سان سنڌڙي بندر، علي بندر، رهمڪيءَ بازار، باغ جو پتڻ، ونگو پتڻ، ٻنگار ۽ ڪوٽ لکپت مشهور بندر هئا. قديم دڙن ۾ ويرٽري، مرڪان جو دڙو، توت جو دڙو، هوٿي نهڙئي جو دڙو، بديڻ، سارو سنگهار جون دونهيون، روپا ماڙي، مالهين جو دڙو، آسيلي، ڪيرين جو ڪوٽ، ڪاڪيجاڻي، جاکرن جو دڙو، آڏت جو دڙو، ڪيٽين جا قبا، ابل جي وسي، ڪاٽ ٻانيڻ، آهيون جو دڙو، ڪانڪٽيءَ جو دڙو وغيره اچي وڃن ٿا. بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ کي محفوظ ڪرڻ لاءِ بدين شهر ۾ "لاڙ ميوزيم" به قائم ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ضلعي جا قديم آثار ۽ عجائبات گڏ ڪيا ويا آهن. هن ضلعي بابت "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ڊاڪٽر غلام علي الانا جو مشهور ۽ جامع ڪتاب آهي. 'اعلان حق' ۽ 'نواءِ لاڙ' هتان جون مشهور اخبارون آهن.

**بدين** (ڪتاب): 'بدين' نالي سان هڪ ڪتاب، بدين ثقافتي ميلي (1976ع) پڙهيل مقالن تي مشتمل آهي، جنهن جو مرتب محمد سومار شيخ آهي. هي ثقافتي ميلو 1976ع ۾ بدين ضلعي جي اڳوڻي ڊپٽي ڪمشنر محترم منظور حسين پُنّي جي دلچسپيءَ سان لڳو هو. ميلي جي ادبي ڪاميٽيءَ جو صدر ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ سيڪريٽري محمد سومار شيخ هو. ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالن کي مرحوم محمد سومار شيخ هيئينءَ ترتيب سان گڏ ڪيو آهي: (1) بدين ضلعي جو تاريخي مطالعو، (2) بدين ضلعي جو مذهبي مطالعو، (3) بدين ضلعي جون شخصيتون، (4) بدين ضلعي جو ادب، (5) بدين ضلعي جا فنڪار ۽ رانديگر، (6) آب پاشي نظام، (7) بدين ضلعي جا هنر. هيءُ ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ 192 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 15 رپيا آهي، جيڪو مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد پاران 1979ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**بدين پوٽا**: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي اڪثر حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن ۾ رهن ٿا.

**بڄام**: "بڄام جا پِڊ" موجوده ٽنڊي باگي تعلقي ۾، شهر کان 8 ميل پري، نصيرواهه جي اُتر طرف موجوده ڳوٺ ٻانيڻيي دل لڳ هئا. جتي بڄام جو مقام اڃا تائين موجود ۽ مشهور آهي. ڪن روايتن موجب "بڄام" واري ايراضي حيدرآباد جي ميرن جي حڪومت ۾ هئي.

**بڄاماڻي پُنرو**: سمن جي آخري دور ۾ ڪَنڌيءَ يعني سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد وٽ ڪاڇي واري حصي ۾ "پُنرو" نالي هڪ سورهيه سردار رهندو هو. جنهن پيٽيءَ ۾ اهو رهندو هو، ان جو نالو "بڄام" هو. ڪي چون ٿا ذات جو "بڄام" هو. تنهن ڪري "بڄاماڻي پنرو" جي نالي سان مشهور هو. سندس ساٿي به وڏا سورهيه هئا. عام روايت آهي ته پنرو مال هَٽي همراهن جي حوالي ڪري، پاڻ پوئتان اڪيلي سر واهر پليندو هو. يا وري پاڻ اڪيلو مال ڪاهي روانو ٿيندو هو ۽ پويان سندس همراهه واهر پليندا هئا. پُنري ڪڏهن به هار کاڌ

ڪاڏي هئي. هو سدائين سوڍارو ٿي موٽندو هو. پنري هڪڙو ڪوٽ اڏائي ڇڏيو هو. جنهن ۾ سنڌس ڪٽنب ۽ مائٽ مٽ رهندا هئا. هڪڙي ڀيري سنڌس پرپٽ ڪو مغل سردار ڪاڇي تي ڪاهي آيو. پنرو ان وقت پنهنجن سيني سائين سان گڏ ڪنهن پرانهين هنڌ تي مال هڻڻ ويو هو. جون ٽا ته ڪن پالارين، مغلن جي سونهپ ڪئي هئي. رات جي وڳڙي ۾ مغلن اچي پنري جي ڪوٽ کي گهيرو ڪيو. پنري جي ڪڙم جون کي زالون ڪوٽ تي چڙهيون، جن دشمن جي لشڪر کي ڏسي، پنهنجن مردن کي جاڻ ڪيو. ان وقت ڪوٽ ۾ رڳو پير مرد هئا ۽ جوانن ۾ فقط پنري جو هڪڙو پاءُ موجود هو. هيءُ جوان تلوار سنڀاهي ڪوٽ جي دروازي اندران ٿي بيٺو. مغلن جا ماڻهو دروازي مان لوگهو ڪري هڪڙو هڪڙو ٿي گهڙيا، تن کي قتل ڪندو ويو. تڏهن مغلن پنهنجو سمورو زور پٽ پيچڻ تي لاتو ۽ آخرڪار ڪوٽ جي ٻانهين پيچي لشڪر ڪوٽ اندر ڪاهي پيو اتي پنري جي پاءُ پنهنجي سورهيه پاءُ پنري کي ياد ڪندي چيو ته:

اڄ گهرجين هِت، بداماڻي پنرا
مٿان پگهيءُ پت، ويرين واٽون لائيون.

پر پُنرو هئو سؤ ڪوهه تي، سو ڪيئن ٿو پاءُ جو سڏ ٻڌي! نيٺ دشمن اچي سِرَ تي ڪڙڪيس، تڏهن تلوار ڪٽي ڪنڪ ۾ ڪاهي پيو ۽ مقابلو ڪندي مارجي ويو. پر پڇاڙيءَ تائين پنهنجي پاءُ کي سڏيندو رهيو ته:

اڄ گهرجين يار، بداماڻي پنرا
ڪاڇي ٻَڌِي پارَ، اچي ويرين ويڙهيا.

مغلن جو لشڪر ڪوٽ ۾ ڪاهي پيو ۽ نالي تي هڪڙو ڪڪ به نه ڇڏيائون. ان سان گڏ سڀ زالون پڻ اول ڪري پاڻ سان نيائون. انهن زالن ۾ پنري جي سڳي ماءُ، ماٽيجي ماءُ، "املھ" نالي سنڌس پيڻ ۽ هڪڙي سوناري عورت، جنهن تي پنرو عاشق هو شامل هيون. ان رات پنرو پنهنجن يارن سان گڏ ڪاڇي ڪان سؤ ڪوهن پنڌ تي ستو پيو هو ته اوچتو چرڪ پري اٿي ويهي رهيو. هوڏانهن پنري جون مائرون ڪوٽ ڇڏي اول طور مغلن جي لشڪر سان هلڻ لڳيون، تڏهن ماٽيجي ماءُ آهه پري پنري کي ياد ڪيو ته پنرو آڌيءَ رات جو چرڪ پري اُٿي ويهي رهيو. چيائين ته منهنجي هينئين ۾ گهوڙن جا سنب پيا لڳن. تنهن ڪان پوءِ ساٿين کي ساڻ ڪري، ڪوٽ ڏانهن رُخ رکيائين. ڪوٽ تي پهتو ته مغل جي ڪاهه، پاءُ جي مارجڻ، مائرن ۽ سوناريءَ جي گرفتار ٿيڻ جي ڳالهه ٻڌندي ئي مغلن جي پٺيان روانو ٿيو. پنرو بدام هلندي هلندي هڪڙي جبل وٽ اچي پهتو. مغلن جو لشڪر جبل جي لڪ مان لنگهي رهيو هو. سڄي ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ نيٺ اچي جبل جي لڪ وٽ پهتو. لڪ سوڙهو هو جنهن ڪري لشڪر ٿورو ٿورو پئي اڪريو. مغلن جي لشڪر جو ڪجهه حصو لڪ مان اُڪري ويو هو. باقي لشڪر پنري ۽ سنڌس ساٿين لڪ ۾ پورو ڪري ڇڏيو خود مغل سردار، جو پنهنجي لشڪر جي حفاظت لاءِ پويان بيٺل هو سو به جيئن لڪ مان لنگهيو ته پنري ڪيس ۽ سنڌس گهوڙي کي پورو ڪري ڇڏيو پنري جون مائرون ۽ ٻيون اهي عورتون، جيڪي مغل گرفتار ڪري ساڻ وٺي ٿي ويا، سي آزاد ٿيون. پر پوءِ جانچ ڪيائون ته اَملھ ۽ سوناري آهن ئي ڪين. پوءِ سمجهيائون ته املھ ۽ سوناري مغل لشڪر جي اڳئين حصي ۾ هيون. جو لڪ اُڪري چڪو هو پنري پنهنجي ساٿين سميت ڏاڍي ڳولا ڪئي، پر اهو لشڪر هٿ ئي ڪونه آين. آس پاس به گهٽائي ماڻهو ڊوڙايائين، پر پتو نه پيو هوڏانهن وري مغل جا ماڻهو سوناريءَ کي ڪنهن شهر ڏانهن اماڻي، اَملھ کي ڪٽي پنهنجي شهر ۾ آيا، جتي ويچاري رات ڏينهن پاءُ کي ياد ڪندي هئي. هڪڙي ڏينهن اتفاق سان اتي ڪاڇي جي پاسي جو ڪو فقير اچي نڪتو جنهن حال کان واقف ٿي، يڪدم پنري کي ٻڌايو جيڪو يڪدم تيار ٿي اڪيلي سر پنهنجي "نيلوفري" گهوڙيءَ تي چڙهي روانو ٿي

ويو هلندي هلندي وڃي انهيءَ شهر ۾ رسيو پڇا ڳاڇا ڪري وڃي انهيءَ جاءِ هيٺان بيٺو جتي سنڌس پيڻ قيد هئي. املھ، جنهن ان وقت به دريءَ کان پئي پنهنجي ملڪ جي واٽ ڏٺي، تنهن جي نظر جڏهن پنري تي پئي ته بي اختيار لهي اچي پاءُ کي ڀاڪر پاتائين. املھ جي پٺيان ٻانها، ٻانهيون ۽ پهريدار ڊوڙندا آيا، پر پنري پيڻ کي ٻانهن کان جهلي يڪدم ڪٽي پاڻ سان گڏ نيلوفريءَ تي ٻيلهه ويهاريو ۽ گهوڙيءَ کي اڙي هنيائين ته اڏامي اٿي هلي ۽ پنرو سلامتيءَ سان اچي ڪاڇي پهتو پنري جي موٽي اچڻ تي سڄي ڪاڇي خوشي ملهائي. پر سنڌس دل کي اجا به آرام نه آيو هو جو سنڌس ساهه، سدا سهڻي سوناري اجا مغلن جي قيد ۾ هئي، جنهن جو اجا ڪيس پتو نه پئجي سگهيو هو اوچتو هڪڙي ڏينهن ڪيس ڪنهن ماڻهوءَ هٿان سوناريءَ جو نياپو اچي پهتو ته:

بداماڻي پنرا! پليون سيا ڪياءِ
ٻيون تان سڀ وٺي وئين، ڳوٺي هڪ وسرياءِ

اهو نياپو ٻڌي پنرو انهيءَ مهل ٽپ ڏئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ نياپي آڻيندڙ کان پار پنڌ پڇي نيلوفري گهوڙيءَ تي چڙهي وڃي اتي رسيو سپاهين سان وڏي ويڙهه ڪائي سوناريءَ کي ڇڏايائين ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ نيلوفريءَ تي ٻيلهه ڪٽي اچي ڪاڇي ۾ پهتو ان کان پوءِ پنري جي حياتيءَ ۾ وري ڪنهن کي به ڪاڇي تي ڪاهڻ جي همت نه ٿي. بداماڻي پنري جي مرڻ کان گهڻو پوءِ لاکو ڦلاڻي مشهور لوڙائو ساماڻو جنهن ڪاڇي ۾ به لوڙهيون هنيون. تڏهن اتي جي ماڻهن پنهنجي سورهيه سردار کي ياد ڪيو ته:

"پيٽي ناهه بدام، لاکو ٿو لوڙهيون هڻي"

بدام جو ڪوٽ پوءِ ڦٽي ويو پر جنهن پيٽيءَ اهو اڏيل هو اتي هڪ دڙي جا آثار رهجي ويا، جنهن کي پوءِ "بداماڻي ٻُٽ" ڪري سڏيندا هئا. ڪونجون هميشه اتي ولر ڪري اچي لهنديون هيون ۽ عام ماڻهو ائين پائيندا هئا ته ڪونجون اتي بي ڊپيون پيون چڳن، جو پائنئين ٿيون ته اهي سورهيه پنري جي سام ۾ آهن. شڪاري به ساڃاهه وارا هئا، جو سورهيه پنري جي ماڳ مڪان جو خيال رکي اتي ڪونجن کي ڪين ماريندا هئا. پر وقت گذرڻ کان پوءِ جڏهن ٻاهرين طرفن جا ماڻهو ۽ ماري انهيءَ جوءِ ۾ اچڻ لڳا ته ويچارين ڪونجڙين لاءِ به خطرو پيدا ٿي ويو انهيءَ پوئين دور واري حالت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليه پڻ ڪونج کي خبردار ڪيو ته:

چيتا ڪيو چٽيج، بداماڻي ٻُٽ ۾،
نيٽن ننڌ ۾ ڏيج، چيڙون چپر آئيون.

بداماڻي خاندان جو اصل رهائشي علائقو بداماڻي ٻٽ هو جيڪو بدين، ڏيپلي ۽ مٺي تعلقن ۾ سرحدي ايراضيءَ تي مشتمل هو اهو ڪاڇي جو هڪ حصو هو اتان نڪرڻ کان پوءِ، اُهي هنگار جي ايراضيءَ ۾ وڃي رهيا، جتي سندن قبرستان پڻ موجود آهي، جيڪو "بدامڻ جو قبرستان" سڏجي ٿو بداماڻي پنري جي حوالي سان ڪيترين لوڪ روايتون وارهه کان اولهه پاسي (ڪيرٿر جبل جي) ڪاڇي واري علائقي ۾ به عام آهن.

**بدام ڊنڊ:** هي ڊنڊ قمبر ۽ وارهه جي سرحدي دنگ تي واقع آهي. جيڪا سنڌ جي هڪ مشهور ڪردار بداماڻي پنري جي نالي سان منسوب آهي. هن ڊنڊ کان ڪجهه مفاصلي تي ايف پي بند (Flood Projective Bund) گذري ٿو عام طرح هن ڊنڊ کي "پنري جي ڊنڊ" به ڪري سڏيندا آهن. ڪنهن دور ۾ هن ڊنڊ تي پرڏيهي پکي جهجهي تعداد ۾ ايندا هيا پر هن وقت سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**بَداٽي:** بداٽي، خيرپور رياست (هاٿوڪي ضلعي) جي پراٽيءَ حد ۾ درياهه تي هڪ پتڻ جو نالو آهي.

**بَڏاٽي**[2]: تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'موندريو پٽي'، 'گل حسن پنهور'، 'ماڙڪ پور'، بخشو چانڊيو عرف جتڻ جو ڳوٺ'، 'ياروءَ جو ڪوهه'، 'محبت جلباڻي'، 'ٻباڻي'، 'بلوخان خشڪ'، 'مختيار ننگر' ۽ 'حاجي غلام رسول شيخ'.

**بَڏو**: سنبت سال جو ڇهون مهينو. جنهن ۾ 31 ڏينهن مقرر ٿيل آهن. هيءَ مهينو سرءَ جي موسم جو آهي ۽ سنڌي ڪئلينڊر ۾ شمار ٿئي ٿو.

**بَڏو**[2]: هن نالي سان شڪارپور ضلعي جو هڪ مشهور ڳوٺ آهي. ڪئپٽن عثمان علي عيساڻي اصل هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي.

**بڏوڪو**: آبي گاهه جو هڪ قسم، جيڪو پاڻيءَ اندر ڦٽندو آهي ۽ پَلَ تي ٻاهر به نڪري ايندو آهي. ٻين گاهن سان گڏ چوپائي مال کي کارائبو آهي. هن گاهه کي مڇي کائيندي آهي. "بڏوڪي" گاهه جي ڏانڊين ۾ ڇمونءَ جهڙا پن ٿيندا آهن، جيڪي ڳاڙهسري رنگ جا ٿين ٿا. هي ڪن گاهن جيان ٻيڙي هلائڻ وقت ونجهن ۾ ڦاسي پوندو آهي. درياءَ جو پاڻي گاهه جي مٿان لٽ ڇڏيندو آهي ته پوءِ گاهن جا پن لڙاٽجي ويندا آهن ۽ مڇيون انهن کي ڇمنديون آهن. پاڻيءَ جا گاهه پاڻيءَ اندر سُڪندا نه آهن، پر هميشه ساوا رهندا آهن.

**بڌهنس** (راڳڻي): ڪماچ ٺاٽ جي ڪاڊو راڳڻي آهي. هي هڪ قسم جو سارنگ آهي. ان ڪري گنڌار سُر هن ۾ ورج آهي. هن راڳ ۾ مڌم واضع لڳائڻ گهرجي. گنڌار ورج هجڻ ڪري هي راڳ سوها کان الڳ ٿي بيٺو آهي. پنڊت هن کي بلاول ٺاٽ جي راڳڻي ڪري به لکن ٿا، پر فرق هي آهي جو بلاول ٺاٽ ۾ نکاد تيور آهي، جڏهن ته ڪماچ ٺاٽ ۾ ڪومل.

هن راڳڻي جي خاص تان: نا نا پا- ما پا نا پا- ما ما- ري سا — ري ما ما- پا- نا نا پا- ما ري سا آهي. هن جي آروهي: ساري ما پا ڌي نا ڌي پاني سا ۽ امروهي: پا سا نا- ڌي پا- ماري — سا آهي، جڏهن ته وادي سُر پنچم ۽ سموادي سُر رکب آهي. هي راڳڻي رات جي ٻئي پهر ۾ ڳائبي آهي. (نوٽ: راڳ ساگر هن راڳڻيءَ جو ذڪر ماروا ٺاٽ جي زمري ۾ ٿيل ڪو نه آهي.)

**براج/ بئراج**: ڪنهن نهر يا درياهه جي وهڪري کي ڪنهن مناسب هنڌ تي ٻڌي، دروازا وجهي پاڻيءَ جو وهڪرو موڙي، منظم شاخن ذريعي زرعي مقصدن ۽ ڪڏهن جهاز رانيءَ لاءِ استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي. چئوماسي



سکر بئراج جو هڪ ڏيک

جي ڏينهن ۾ عام طور درياهن جا گيٽ کولي ڇڏيندا آهن ته جيئن بئراج محفوظ رهي. سنڌ ۾ تاريخ کان اڳاٽي زماني ۾ به برساتي ندين جي پاڻيءَ جو رخ موڙي آبادي ڪئي ويندي هئي. اهڙا لڳ ڀڳ 80 قديم بند کيرٿر ۾ لڌا ويا آهن جيڪي 4500 کان 5000 هزار سال پراڻا آهن.

سنڌ ۾ سنڌو درياهه تي ٽي وڏا بئراج آهن. سکر بئراج جنهن ۾ 66 در آهن. 1923ع کان 1930ع تائين تعمير ٿيو. اهو براج 5000 فٽ ڊگهو آهي. ان ۾ 7 واهه آهن ۽ 10 ملين ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ جي گنجائش اٿس. گڊو بئراج ڪشمور وٽ آهي جيڪو 1957ع کان 1962ع جي عرصي ۾ مڪمل ٿيو ان ۾ 12 لک ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ڪرڻ جي گنجائش آهي، 60 فٽ ويڪرا 64 گيٽ اٿس ۽ 2.9 ملين ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهي ٿو غلام محمد بئراج ڄامشوري وٽ آهي جيڪو 1955ع ۾ تيار ٿيو. 3000 فٽ ڊگهو هي بئراج 5 ملين ايڪڙ آباد ڪرڻ جي گنجائش رکي ٿو. سکر براج ۽ ڪوٽڙي براج فقط زرعي مقصدن کي پورو ڪن ٿا ۽ گڊو بئراج پاور پيدا ڪرڻ لاءِ به ڪم آندو ويو آهي.

**بِرادِري**: ڀائيچاري، عزازت، هڪ ڪُڙم. هيءَ اصطلاح وسيع معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي، جنهن ۾ عزازت ۽ مٽي مائٽي به شامل آهي، پر ساڳيءَ ذات وارن يعني شريڪن جي لاءِ به استعمال ٿيندو آهي. شريڪ اهي، جن سان رت جو رشتو ڳنڍيل نه هجي، فقط ذات ڀائي هجن. اوڙي پاڙي ۾ رهندڙ جن سان مرڻي پرڻي جي سڏ صلح وارو وهنوار هجي، اهي به برادريءَ ۾ اچي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح ساڳئي ڳوٺ ۾ رهندڙ به برادريءَ جا شريڪ آهن. ساڳئي پورهيي يا ڌنڌي وارا به برادريءَ ۾ لکيا ويندا آهن. مثلاً لوهار، لوهار جي سڏ تي وڃي، ڪنڀار ڪنڀار جي تڏي تي وڃي وغيره. اڄڪلهه برادري لفظ، انگريزي لفظ ڪميونٽي (Community) جي معنيٰ ۾ به ڪم ايندو آهي، جهڙوڪ: ميمڻ برادري ۽ خواجه برادري وغيره.

**برادي**: ماڻهوءَ جو نالو. براد (براة) مهيني ۾ چاول ماڻهو.

**بَرادِيا**: لس ٻيلي ۾ مسلمانن جو هڪ قبيلو. هيءَ قبيلو لياري (لس ٻيلي) علائقي ۾ ريلون ۽ ڪاٺ واري ٽپي وغيره ايراضين ۾ آباد آهي. 'براديا' شيخن جا پائر آهن. هن قبيلي مان 'مگيو براديو' لس ٻيلي جو شاعر ٿي گذريو آهي.

**براري** (راڳڻي): ماروا ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهي امروهي سمپورن آهي. هن راڳڻي کي جهولائڻ ضروري آهي. ڪجهه ماروا جي صورت نظر اچي ٿي، پر ماروا ڪاڊو آهي ۽ ان ۾ پنچم ورج آهي، هن ۾ ايئن ڪو نه آهي. براري ۾ مڌم دربل آهي. ان لاءِ گنڌار ۽ پنچم جي سنگت رهي ٿي. سوم ناٿ پنڊت براري کي سمپورن سڏيندي پوربي ٺاٽ ۾ رکيو آهي، رکب ۽ کرج وادي سموادي سُر ڏيکاريا اٿس. گرنٿن ۾ براريءَ جا ڪافي قسم ڄاڻايل آهن، پر رواج ۾ ڪو نه آهن. ڪن جا نالا ڏجن ٿا. شڌ براري 2 ڪنتل براري، 3. درونيڙي براري، 4 سفيدوي براري، 5 اُسپرا براري 6 هٽ براري، 7 هر تاب براري وغيره. سنڌي سنگيت پاريجات ۾ هنن راڳڻين جون چالون ۽ لڇڻ ڏنل آهن. پر ڳائجن نٿيون.

هن راڳڻي جو خاص سرگم: گي- را گي- مي راگي- را سا- پا- مي ڌي مي گي را گي- را- سا آهي. هن جي آروهي: سا را گي مي پا مي ڌي سا ۽ امروهي: سا ني ڌي پا مي گي را سا آهي، جڏهن ته وادي سُر گنڌار ۽ سموادي سُر ڌيوت آهي. هي راڳڻي شام جي وقت ڳائبي آهي. (نوٽ: راڳ ساگر ۾ هن راڳڻيءَ جو ذڪر ماروا ٺاٽ جي زمري ۾ ٿيل ڪو نه آهي.)

**بَرِاَعظم**: وڏو کنڊ. دنيا جو اُهو وَڏو خشڪي وارو حصو جنهن ۾ گهڻا ملڪ هجن. هن وقت تائين دنيا جا 7 براعظم ليکيا ويندا آهن: ايشيا، يورپ، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، آسٽريليا، آفريڪا ۽ انٽارڪٽيڪا. ايشيا وڏي ۾ وڏو کنڊ آهي.

**بُراقُ**: اها سواري، جنهن جي ذريعي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن معراج رات، يروشلم (بيت المقدس) کان آسمان تي پهتا. ٻوليءَ جي ماهرن جو چوڻ آهي ته 'براق' اصل ۾ 'برق' مان ڦٽل لفظ آهي جنهن جي معنيٰ

آهي بجلي، يعني ’بجلي جهڙو تيز رفتار‘ هين لفظن ۾ رنگ ۽ چمڪ ۾ سفيد، بي عيب ۽ تيز رفتاريءَ جي ڪري هن کي ”براق“ چيو ويو آهي. علام طبريءَ ڪلام پاڪ جي تفسير ۾ ”اسريٰ“ جي باري ۾ گهڻيون ئي حديثون نقل ڪيون آهن. انهن مان هڪڙيءَ حديث ۾ حضور پاڪ جن جي سواريءَ جو جانور فقط هڪڙو گهوڙو بيان ڪيل آهي، تنهن هوندي به اوائلي دور جي اڪثر حديثن ۾ هن کي ”البراق“ چيو ويو آهي ۽ ان جي وصف ۾ چيو ويو آهي ته اهو خچر ۽ گڏه جهڙو درمياني قد بت جو هڪڙو جانور هو. بعضي وڌيڪ تفصيل ٻڌائيندي چيو ويو ته اُن جو رنگ اڇو هو. گڏه يا خچر کان ڊگهو هو. هو زين ۽ لغام سان سينگاريل هو. تفسيرن ۾ ائين به لکيل آهي ته براق جي ٽنگن ۾ پَرَ لڳل هئا، جن جي ذريعي تيزيءَ سان هلندو هو. قديم زماني ۾ ’اسريٰ‘ ۽ ’معراج‘ بنهي جي باري ۾ روايتون اهڙيءَ طرح گڏجي ويون، جو انهن جو اثر ”البراق“ تي به پيو ۽ ”اڌامندڙ گهوڙي“ وارو تصور بڻجي ويو.

**برانڊي:** ولايتي شراب جو هڪ قسم. جيڪو انگوري شراب يا انگوري سُرڪن جي ڦوڳ کي چڪائي ٺاهيندا آهن. هيءَ تيز ذائقي وارو ۽ تکو شراب ٿيندو آهي، جيڪو گهٽ درجي وارو ليکيو ويندو آهي. فرانس (يورپ) ۾ برانڊي اڇن انگورن مان ٺاهي ويندي آهي. ٻين ميون ۽ شفتالوءَ وغيره مان به برانڊي ٺهندي آهي. چانورن ۽ ڪمند جي شيري جي رس مان به برانڊي تيار ڪئي ويندي آهي. ٽالپرن جي دور ۽ ان کان اڳ، سنڌ ۾ چانورن جي خمير واري رس مان شراب ٺهندو هو. جنهن کي ”برانڊي“ چئي سگهجي ٿو. سنڌ ۾ عام طور سياري ۾ ٿڌ لڳڻ سبب ٿيل کنگهه، زڪام وغيره جي علاج طور به استعمال ڪن.

**براهماڻي ٻُرا:** هڪ روايت موجب براهماڻي ٻرا، اصل ۾ برفت قبيلي جي شاخ آهن ۽ اڳاٽي وقت ۾. سنڌ جي ٻارڻ علائقي مان لس ٻيلي ۾ اچي آباد ٿيا. سندن شجرو مٿي ”آري بدي“ سان هن طرح ملي ٿو. آري بدو پٽ عيسب جو. جنهن کي ٻه پٽ ٿيا، ٻرو ۽ دودو. دودي کي 5 پٽ ٿيا، جن جو اولاد جدا جدا پاڙن سان سڏجي ٿو. عيسب جي پُٽ، ٻري جو پٽ موسو. تنهن جو پٽ ٻرو، جنهن کي 3 پٽ ٿيا: واڳو، پيروز، پوٺو. واڳوءَ جو اولاد ٻارڻ ۾ رهي ٿو. پوٺي جو پٽ مُبو. تنهن کي مير نالي پٽ ٿيو. پيروز جو پٽ سُڪيو. تنهن جو پٽ ننِدو. نندو ۽ ناڙي، جن جون ماهيون ”ڪرپڏان“ ۾ آهن، سي براهماڻي ٻرن جا وڏا آهن. نندي جو پٽ براهم ٿيو. جيڪو 1100 هه/ 1688ع ۾ شاهه بلاول جو خليفو هو ۽ اتي ئي مدفون آهي.

**براهوي** (Brahui): هيءَ ٻولي براهوي، براهوجي ۽ ڪرگلي جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي. هن جا ٽي لهجا آهن: 1 جهالاوان، 2. قلات، 3. سروان.

هيءَ ٻولي بلوچستان صوبي جو وچ ڏکڻ، ڪوئيٽا، قلات، اوير بلوچستان ۽ سنڌ کان سواءِ افغانستان ايران ترڪمانستان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. براهوي ٻولي اترئين دراوڙي ٻولين جي خاندان مان آهي.

تازو هن ٻوليءَ لاءِ رومن لپي منظور ڪئي وئي آهي. جڏهن ته اڪثر عربي لپيءَ ۾ لکي ويندي آهي. پاڪستان ۾ هيءَ عربي لپيءَ ۾ لکي ويندي آهي. مشهور اديب جوهر بروهي سنڌ مان مستقل رسالو ڪڍندو آهي. بروهين جا سنڌين سان مستقل لاڳاپا آهن. گهڻو ڪري هر هاري، مالوند واپاري مسلمان آهن. بروهي دراوڙين جي اترين شاخ ڪري سمجهيا وڃن ٿا. ڪي وري ڪين سنڌو تهذيب وارا سمجهن ٿا. هن ٻوليءَ تي سنڌو تهذيب جي حوالي سان تحقيق جي ضرورت آهي. بروهي دراوڙن جي شاخ آهي، جيڪا هزارها سالن کان پنهنجن اصل ماڳن تي رهيل آهي. جڏهن ته چار هزار سال ق- م دراوڙن جون ڪي شاخون ڏکڻ ڏي هجرت ڪري ويون هيون. چون ٿا ته حضرت ابراهيم عليه السلام جا وڏا به هتان سنڌ مان هجرت ڪري ساڄي واٽ ڏئي ايران ۽ آخر ۾ اُر ويا هئا. ايران ۾ ابراهيمي ٻولي ۽ ڪي قبيلا ان جو يادگار آهن.

**براهمي گپتا** (لپي): هيءَ ٻولي براهمي لپيءَ جي هڪ شاخ آهي. اصل گپتا لِپيءَ ۾ حروف علت سميت 37 اکر هئا ۽ کابي کان ساڄي پاسي لکي ويندي هئي. ان گپتا لِپيءَ مان چار ضمني لِپيون ڦٽيون هيون. اپرندي، الهندي، ڏاکڻي ۽ وچ ايشيائي. انهن مان اپرندي گپتا جي اولهه واري هڪ شاخ مان ’سِڌاماترڪا‘ لپي 500 عيسوي ڌاري ٺهي، جنهن مان ديوناگري لپي 700 عيسويءَ ۾ اپري جيڪا هاڻوڪين جديد هندي لپين جو بنياد آهي. سنڌ ۾، بدر ابڙي فيبروري 2004ع ۾ واهي پانڌي ويجهو کيرٿر جبل جي ’ٺئن نريءَ‘ ۾ هڪ هنڌ هڪ جابلو ڪنڌيءَ تي ٽن جاين تي اُڪريل براهمي گپتا تحرير دريافت ڪئي آهي. اهي ٽيئي تحريرون پشاور يونيورسٽي ۾ قديم ٻولين جي ڄاڻو ڊاڪٽر نسيم هن ريت پڙهيون:

برهمي لکتون: برهمي لکتون ٽي اهڙيون لکتون، جيڪي يا ته ٽن ڌار ڌار ماڻهن جون لکيل آهن يا ساڳئي ماڻهوءَ ٽن مختلف قسم جي اوزارن سان کوٽي لکيون آهن. اهي گهڻو ڪري خاص نالا، انهن جي لقبن سان آهن.

1. ++++sya pari[ndra]paputrasya “of..., the son of Parindrapa” “of ....

2. SriĪMatarasya dakkas[ya] tararastisya dara dara+sardhya “of rŚMatara, the strong or intelligent, the protector, the ... of Dara”. Probably followed by four faint letters

3. [dhasamasa] “of Dhasma”. The last letter is overlapped by a large size akshara ‘Ta’. Below traces of few letters.

The readings need to be verified on the spot.

گُپتا لکت (script) بابت ڪنسائيز انسائيڪلوپيڊيا چوي ٿي ته، ”اها ڏکڻ ايشا جي اتر هندستاني گروهه جي چوٿين ۽ ڇهين صديءَ جي لِپي آهي. ان وقت جي حڪمران گپتا حڪمرانن جي رياست ان لکت کي اهو نالو ڏنو. اها لِپي برهمي مان نسري ۽ گپتا شهنشاهيت ۾ پري پري تائين فتح ٿيل علائقن ۾ پکڙجي وئي. ان جي نتيجي ۾ گپتا لِپي هندستان ۾ پوءِ وارين



اڪثر لِپين (اڪثر حصي ۾ ديوناگري) جي ذريعي شروعاتي لِپي بڻي.“

جيڪڏهن ڊاڪٽر نسيم مٿيون تحريرون پڙهڻ ۾ ڪا غلطي نه ڪئي آهي ته پوءِ انهن مان پڙهيل لفظ ڪجهه هن ريت معنيٰ ڏين ٿا.:

1- +++ سيه پَرِ[ندرا] پَاپُتراسيه ( ... جو ... پرندراپا جو پُٽ . جو)

2- سري متارا دڪشيه تار تارا ستيه دارا دارا + سرڌيا (سري متارا جو، ذهين ۽ ٻلوان محافظ، اهو ... دارا جو) ان کان پوءِ شايد چار ٻيا اکر به آهن.

3- ڌَسَمَسا (ڌَشما جو). آخري اکر جي مٿان هڪ وڏي ماپ جو اکر ’تا‘ لکيل آهي ۽ ان جي هيٺان ڪجهه اکرن جا نشان آهن.

انهن تحريرن جو مطلب ٿيو ته هن ماڳ کي گپتا دور جي چوٿين ۽ ڇهين

صديءَ جي منظر نامي ۾ ڏسي سگهجي ٿو. ۽ هتي لکيل ڪجهه نالا مثال: متارو، پرندراپ، دارا، ۽ ڏمشا ڪي تاريخ جي ورقن ۾ ڳولڻ گهرجي. پر جيڪڏهن اهي نالا تاريخ جي ورقن ۾ موجود نہ آهن تہ پوءِ اهي هن تيرٿ تي موجود باقي نقاشيءَ جا فنڪار ٿي سگهن ٿا.

**بربط (هڪ ساز جو نالو):** هن ڪتنب جا ڪيئي ساز دنيا ۾ وڄايا وڃن ٿا. هن کي ’ليوٽ‘ (Lute) چوندا آهن. هڪ روايت موجب فيثا غورس هيءُ ساز ايجاد ڪيو هو. ايران ۾ 800 ق-م اهو ساز استعمال هيٺ هو. جيڪو عدد جو جدا امجد آهي. اسلامي فتح کان پوءِ هي ساز عرب دنيا ڏي ويو ۽ اتان يورپ ڏانهن اسهيو. هي ساز عود وانگر ڪاٺ مان ٺهيل آهي. پر چيني ساز پيپا (Pipa) ۽ جپاني ساز بيوا (Biwa) سان ملندڙ آهي جو تہ اهي ساز بہ اصولي طور بربط مان نڪتل چيا وڃن ٿا. اڄڪلهہ هلي يورپ جو مشهور ساز مينڊولين بہ هن جي هڪ سڌريل صورت سڏي سگهجي ٿي. پر پوءِ جا ساز شڪل ۾ ايراني بربط کان گهڻو مختلف آهن. هن جي ڦٽي ۾ 40 تارون لڳل ٿين ٿيون، جيڪي مٿي کان هيٺ واري صورت ۾ لڳل ٿين ٿيون، جي مٿي کان هيٺ واري صورت ۾ لڳل ٿين ٿيون. ترتيب ۾ هر مٿين تار کان هيٺين تار ننڍي آهي؛ ان ڪري هيٺيون پاسو سوڙهو ۽ مٿيون ويڪرو پاسي. هي هڪ نفيس چوب سان وڄايو ويندو آهي. فارسي ۾ بر= بدڪ، بت= سينو، يعني بدڪ جي سيني جهڙي ڪوکي وارو ساز. فرات جي اوپر ڪناري واري Hiara شهر کان آيل بہ چون ٿا. قديم ايراني هن کي رود بہ چوندا هئا، جو هي تاري ساز آهي. جڏهن ايران کان عربستان ويو تہ بہ هن کي ڪاٺي مان ٺاهيو ويندو هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ بربط اصل ۾ عود آهي، پر هن ۾ گهڻيون تبديليون ٿيل آهن. عود عربي ۾ ڪاٺي کي چئبو آهي. هن جو ڪوکو عود کان مختلف ۽ وڏو ناسپاتي نموني جو ٿئي. هن جو هٿيو يا ڳن ننڍو هوندو آهي. ان ڪري لڳندو تہ تارون چڻ طبليءَ تي رکيل آهن. هن جون ڏهہ تارون پنجن ٻٽن ۾ ورتيل آهن. ساز مضراب سان وڄندو، جو گهڻو ڪري مور يا ڪڪڙ جي کنڀ مان ٺهيل ٿئي. ستار جي آڪهہ جو هي ساز هلڪو، نرم ۽ اداس آواز ڪڍي ٿو.

يورپ جي ڪن حصن ۾ هي ساز مختلف نالن سان سڏجي ٿو اٽلي ۾ Lotto، فرانس ۾ Loth، پورچوگال ۾ Aland ۽ اسپين ۾ Loud. بربط کي گٽار وانگر جهلبو آهي. بربط جا مکيہ ٽي ڀاڱا آهن. 1- آوازي ڪوکو 2- آنگرين رکڻ وارو تختو 3- مڙيل پٽ وارو ڳيٽين يا ڪلين لاءِ دهو.

آوازي گونج وارو ڪوکو: هن جي جوڙ ناسپاتي جي شڪل جهڙي آهي ۽ ٻين حصن کان وڏو حصو آهي. هي پٽ ياتري ۾ ٽي سوراخ هڪ وڏو ۽ ٻہ ننڍا پرجاريدار ٿين. آڱرين رکڻ وارو تختو: هي ننڍو ٿئي ۽ هن تي بند ڪونہ ٿين.

ڳيٽين وارو مڙيل دهو: هي حصو خاص آهي جو سرن هلائڻ لاءِ هتي ٿي ڳنيون لڳل آهن. هن ساز جو بوتو ڳيٽين وارو مڙيل دهو سوراخن جون جاري ۽ ڳيٽيون اخروٽ جي ڪاٺي جون ٿين. مٿيون پٽ ديال جي ڪاٺ جو هوندو آهي. ڪونٽي (Nut) هڏي يا پلاسٽڪ جي بعضي ڳنيون آبنوس جون بہ ٿين. تارن هٺڻو صنوبر جو ٿئي. هن جو ڪوکو هڪ- يڪو ٿئي جيڪو ڦٽيلن مان ٺهي، جي توت يا هٽي ڪنهن فروٽ ڪاٺي جي تختين کي گرم پاڻي ۾ نرم ڪري ٺاهين.

**برٽ:** ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهہ جنهن ۾ ’برٽ‘، ’آچر ناپر‘، ’خيرو انڊڙ‘، ’ڏاتو ڏنو ياڙو‘، ’متو ياڙو‘ ۽ ’غلام علي ياڙو‘ نالي ڳوٺ آباد آهن.

**برٽش شهنشاهيت جي مختصر تاريخ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ٿيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن. جيڪو سال 1912ع ۾ ڇپيو.

**برٽش ميوزم:** لنڊن ۾ ادب، سائنس ۽ آرٽ جي قديم شين (نوادرات) جو قومي عجائب گهر جيڪو 1759ع ۾ پارليامينٽ جي قانون مطابق قائم ڪيو ويو. هن ۾ سر رابرٽ بروس ڪاٽن (Robert Bruce Cotton) ۽ سر هنس سلون (Hans Slone) جي ڪتب خاني هارلين لائبرري، جارج ٻئي ۽ جارج ٽئين جا شاهي ڪتب خانا آهن. هتي مصري سنگ سياهہ جي هڪڙي سر (حجر روزيٽا) ۽ ايلگن ماربل پڻ رکيل آهن. سرانٿني پانيزي (Anthony Panizi) هن ڪتب خاني جي فهرست ڇاپڻ شروع ڪئي. ٻيءَ عالمي جنگ دوران هن ميوزيم جا ڪافي نوادارات ويلز ۾ هڪ ڪوئلي جي کاڻ ۾ حفاظت لاءِ رکيا ويا هئا. برٽش ميوزيم لائبرريءَ ۾ برطانيا مان شايع ٿيندڙ هر



ڪتاب جا نسخا رکيا ويندا آهن. هن وقت هن ۾ لکين ڪتابن جو ذخيرو موجود آهي. هن ميوزيم ۾ سنڌ جي نوادرات ۽ دستاويزن جو سنو ذخيرو آهي.

**برٽش ميوزيم (لنڊن) وارو قلمي نسخو:** هيءُ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو قلمي نسخو آهي، جيڪو 14 فيبروري 1886ع (1304هہ) کان اڳ ميوزيم جي ڪتبخاني ۾ شامل ٿيو ۽ اُن جو نمبر (Or. 2987) آهي. سُرن جي ترتيب ۽ بيتن جي تعداد مان اندازو ٿئي ٿو تہ هيءُ نسخو 12 صدي هجريءَ جي آخر ۾ لکيل آڳاٽن نسخن مان هڪ آهي ۽ غالباً ڪچ جي روايت مطابق آهي. هن کي ’رسالي‘ بدران ’بياض‘ ڪري لکيو ويو آهي. شروعاتي عنوان ۽ سُرجي عبارت هن طرح آهن:



”بياض سنڌي تصنيف زبدة الواصلين
شاهہ عبداللطيف رحمت اللّٰه
بسم اللّٰه
اول سرود سسئي- بيت
پرتوو پنوه جو، جهڙ جئن جهالا ڏي
آءٌ تنهہ آريءَ کي، وئيو راهہ روئان گهڻو

28 سُر، 1822 بيت ۽ 86 وايون شامل آهن. ”سرود جمن ڪلياڻ“ ۽ ”سرود بلاول صبحي“ يڪا سُر ڪري لکيا ويا آهن. اندر متن ۾، تمر فقير ۽ ٻئي ڪنهن شاعر جي بيتن کي جدا عنوانن هيٺ لکيو ويو آهي، جيئن تہ:

”ايضا سرود پورب و رامڪلي از گفتار تمر فقير عليه الرحمة“
”ايضا سرود ڪاريهل از گفتار تمر فقير“
”ايضاً سرود سورٺ از گفتار ڪسي ديگر“

**برٽن، رچرڊ:** مشهور انگريز سياح رچرڊ برٽن جو مڪمل نالو سر رچرڊ فرانسز برٽن هو. هيءُ آرمي ڪرنل جو پٽ هو. جنهن السٽري (Elstree) پرسان هرٽ فورڊ شائر (Hertfordshire) ۾ 19 مارچ 1821ع تي جنم ورتو. رچرڊ برٽن هڪ برجستو سپاهي، نامور شمشيرباز، قابل مترجم، شاعر، لسانيات جو عالم، دنيا جي عجائبات جي جستجو ڪندڙ، چڱو طبيب، هوٽن ۽ وٽن جو ماهر، حيوانن جي حياتيءَ جي علم جو مڃيل استاد، آثار قديم ۽ علم الارض جو ماهر ۽ ڪامياب جاسوس هو. ڪيس 25 زبانون اينديون هيون، ۽ اُنهن



مان هرهڪ جي مختلف لهجن کان به چڱيءَ طرح واقف هو. هن پنهنجي سير ۽ سفر تي مشتمل 43 ڪتاب لکيا. انهيءَ کان سواءِ ٻه جلد شعر جا لکيائين. سؤ کان مٿي مختلف موضوعن تي مضمون لکيائين ۽ 341 صفحا پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جا به لکيائين. الف ليليٰ جا 14 جلد ۽ پورچوگيز ادب جا ڇهه جلد انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. لاطيني شعر جا ٻه جلد لکيائين ۽ چار جلد لوڪ ادب جا به لکيائين. سنڌ تي هيٺيان چار ڪتاب لکيائين:

(1) Sind, or the Unhappy Valley (سنڌ يا ڏکويل ماٿري)

(2) Sindh, and the Races That Inhabit the Valley of the Indus (سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون)

(3) Falconry in the Valley of the Indus (سنڌو ماٿريءَ ۾ بازداري)

(4) Sindh Revisited (ٻيو دفعو سنڌ ۾)

هن مشهور سياح پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو ايشيا، آفريڪا ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ تحقيق ڪندي گذاريو ۽ سفر دوران ڪيترائي ڪتاب لکيائين، جن مان "Arabian Nights" (الف ليليٰ يا هزار داستان) مقبول ترين ڪتاب آهي. هن 21 سالن جي عمر ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي فوج ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ڪيس سنڌ ۾ مقرر ڪيو ويو. سنڌ ۾ هن سنڌي عالمن سان ملاقاتون ڪري، ڪيترين ئي مشرقي زبانن جي ڄاڻ حاصل ڪئي. 1853ع ۾ هن عربستان جي مقدس شهرن: مديني ۽ مڪي جو سفر ڪيو ۽ ان سفر جا تجربا "Personal Narrative of a Pilgrimage to El-Medinah and Mecca (1855) نالي ڪتاب ۾ درج ڪيائين. 1854ع ۾ رچرڊ برٽن، جان اسپيڪ (Johan Speke) سان گڏجي اوڀر آفريڪا ۽ نيل نديءَ جو منڍ معلوم ڪرڻ لاءِ سفر ڪيو ۽ 1856ع ۾ "اوڀر آفريڪا تي پهريان قدم" (First Footsteps in East Africa) ڪتاب شايع ڪرايائين. 1861ع ۾ هن اسئبل ارنڊل (Isable Arundell) سان شادي ڪئي، جنهن "Punified" جي عنوان سان پنهنجي مڙس جي سوانح عمري لکي. رچرڊ برٽن ٽرائسٽي (Triste) ۾، 20 آڪٽوبر 1890ع ۾ وفات ڪئي.

**بُرج:** سج جون 12 منزلون، جن کي سج سڄي سال ۾ هر مهيني هڪڙي هڪڙي ڪري طيءِ ڪندو آهي، تن کي بُرج چون ٿا. علم نجوم ۾ انهن جا نالا هن طرح آهن: حمل، ثور، جوزا، سرطان، اسد، سنبل، ميزان، عقرب، قوس، جدي، دلو ۽ حوت.



**بُرج**[2]: قلعي جو ٿُل، مستطيل يا گول اوچي عمارت، جيڪا قلعي جي پٽ سان يا نه گڏيل هجي يا جدا هجي. جيڪا جنگ جي زماني ۾ دفاعي مورچي جو ڪم ڏئي ۽ امن واري دور ۾ قيدخانو ڪري ڪم آڻجي. عسڪري فن تعمير جي اصطلاح ۾ وچ مشرق جي اسلامي دور ۾ بُرجن جون جيڪي شڪليون نظر اچن ٿيون، اهي قلعي بنديءَ لاءِ ضروري هونديون هيون. اهي اسلامي ملڪن ۾ حفاظتي ۽ مدافعتي ضرورت لاءِ تعمير ڪيون ويون هيون، جن جي اڄوڪي دور ۾ شايد ايتري ضرورت نه پوي. پر ڪن قلعن ۾ اهڙا برج به



تعمير ڪيا ويا هئا، جن جي فوجي لحاظ کان ڪا ضرورت ڪانه هئي. مثلاً شيشه دار برج، جن کي ڪڏهن ڪڏهن عام تعمير سمجهي نظرانداز ڪيو ويندو آهي. وچ مشرق جي اسلامي دور ۾ قلعن سان گڏ برجن جي تعمير جا گهڻا مثال موجود آهن. سنڌ ۾ اڏايل ڪوٽن ۽ قلعن ۾ به قديم دور کان برجن جي تعمير جو سلسلو نظر اچي ٿو.

**برج ڀاشا:** برج علائقن، مٿرا ۽ ان جي آسپاس واري علائقي، جن ۾ بندرابن، گوڪل وغيره شامل آهن، جي ٻولي، جيڪا آريائي ڀاشائن ۾ فصاحت بلاغت جي ڪري ممتاز آهي. مٿرا ديس جي ٻولي يا ڀاشا. هيءَ ٻولي شاعريءَ جي جهوليءَ ۾ نپني. سورداس، بهاري لال ۽ ٻيا مشهور هندي شاعر برج ڀاشا ۾ ئي لکندا هئا. حافظ محمود شيرانيءَ جي راءِ ۾ انهي ٻوليءَ جو دائرو وسيع آهي ۽ مغليه دور ۾ هن ٻوليءَ جي شاعري ۽ موسيقيءَ جي زبان عام مقبول رهي آهي. هندي ٻوليءَ جي ڪن عالمن جي خيال موجب، 'برج ڀاشا' قديم گواليارِي ٻوليءَ جو جديد نالو آهي. انهن جو خيال آهي ته اردو انهيءَ 'برج' ٻوليءَ مان نڪتل آهي.

**"بردو" سنڌي:** بردو سنڌي موجوده دور جو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي. ڪيس خاص ڪري گيت جي صنف ۾ ڪمال حاصل هو. هن جو اصل نالو محمد رمضان ولد خدا ڏنو لاشاري هو. هن ڳوٺ ماڪن ڪوري، تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾، 15 مارچ 1922ع تي جنم ورتو. پرائمري تعليم دوران شاعري ڪيائين، جيڪا پوءِ ڪجهه وقت لاءِ ترڪ ڪيائين. ۽ 1954ع ۾ پنهنجي دوست 'نظر سنڌي' مرحوم نوابشاهه واري جي صحبت ۾ ٻيهر شاعري شروع ڪيائين. آبداريءَ جو امتحان ڏئي، نوابشاهه جي مختيارڪاريءَ ۾ ملازمت



ڪيائين ۽ هميشه لاءِ نوابشاهه ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا "اڪڙيون ميگهه ملهار" ۽ "بوندون بس نه ڪن" ڇپيل آهن. "اڪڙيون ميگهه ملهار" تي پاڪستان رائٽرس گلڊ طرفان ڪيس هڪ هزار رپيا انعام طور ڏنا ويا. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي سنگت نوابشاهه شايع ڪيو هو. سندس ٻيو شعري مجموعو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران "بوندون بس نه ڪن" عنوان سان شايع ڪيو. بردي سنڌيءَ، سنڌيءَ ۽ سرائيڪيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. هن 26 آڪٽوبر 1988ع تي دل جي بيماريءَ ڪان پوءِ وفات ڪئي. سندس سموري سنڌي، سرائيڪي ۽ ترجمو ٿيل شاعري تاج جويو ترتيب ڏئي، هڪ ڪتاب جي صورت ۾ گڏ ڪئي آهي، جيڪا ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**برده شريف:** حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن حضرت ڪعب بن زهير رضه کي قصيدي پڙهڻ تي جيڪا ڪپڙي جي چادر انعام ۾ ڏني هئي، ان کي 'برده' سڏيو ويندو آهي. اها چادر مختلف دورن ڪان پوءِ هلاڪو خان جي هٿ آئي. جنهن اها ساڙائي ڇڏي. پر ڪن جو چوڻ آهي ته اها چادر اڄ به قسطنطنيه ۾ موجود آهي. البوصيريءَ جي مشهور قصيدي جو نالو به "بُرده" آهي، چو ته هن خواب ۾ ڏٺو ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم اها چادر سندس ڪلهي تي رکي. ان وقت بوصيري معذور هو ۽ خواب ۾ چادر ڪلهي تي پوڻ ڪان پوءِ ٺيڪ ٿي ويو. جنهن ڪان پوءِ هن قصيدو لکيو. جنهن کي "برده" چيو وڃي ٿو عربيءَ ۾ اڄ تائين ڪنهن به قصيدي يا نظم کي اهڙي شهرت نه ملي آهي. هيءُ قصيدو ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو ۽ سنڌي زبان ۾ پڻ هن قصيدي جا ڪيترائي منظوم توڙي نثري ترجما ڇپيا آهن. قصيدهٔ برده جو منظوم سنڌي بيتن ۾ علامه علي محمد مهيسريءَ ترجمو ڪيو آهي.

**برده فروشي:** انسانن کي غلام ڪري وڪڻڻ جو سلسلو اوائلي وقتن کان هلندڙ آهي. اهو سلسلو خاص ڪري ان وقت شروع ٿيو جڏهن ٻن قومن جي وچ ۾ جنگ ڪانپوءِ هارايل قوم جي ماڻهن کي غلام بنائي انهن ڪان مشقت جو ڪم ورتو ويندو هو. غلام بنايل اهڙن ماڻهن ڪان هر قسم جو انساني حق ڦري انهن کي بازار ۾ وڪامجندڙ ڪنهن جانور جي حيثيت ڏني وئي. اهڙي طرح شاهوڪار سوداگرن ۽ جهازين مختلف شهرن جي پڙين مان غلام خريد ڪرڻ ۽ وڪڻڻ جو نفعي بخش ڪاروبار شروع ڪري ڇڏيو. ان ڪاروبار کي جائز سمجهيو ويندو هو. ان ڪري ان ريت دولت ڪمائڻ جي چڪر ۾ اڪثر يورپي قومن، آفريڪا ۽ ٻين پوئتي پيل علائقن جي شهرن، ڳوٺن ۽ جهنگلن مان، ماڻهن کي زوري ڪٺي، غلام بڻائي، وڪڻڻ جو وڏو ڪاروبار منظم ڪيو. نه رڳو ايترو پر ڪن ماڻهن جا هڏ گڏ پچي، پنائڻ جي حد تائين ۽ غيرقانوني سامان توڙي منشيات اسمگل ڪرائڻ ڪان وٺي جبري پورهيو ورتو ويو. قديم زماني ۾ انسانن کي وڪڻڻ جي بازار دنيا جي هر هنڌ، هر شهر ۾ لڳندي هئي. ڪراچيءَ جي بندرگاهه تي به غلام آڻيندا هئا. ڪجهه صديون اڳ يورپي قومون، آمريڪا سميت آفريڪا مان لکين ماڻهو زوريءَ ڪٺي، جانورن وانگر يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڪڻنديون هيون. 20 صديءَ جي پوئين اڌ ڪان اڄ تائين اسان جي ملڪ ۾ برده فروشيءَ جو سلسلو هڪ نه ٻيءَ صورت ۾ هلندڙ آهي. سنڌ ۾، خاص طور تي، 5 ڪان 15 سالن جي عمر جا ٻار، ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا، اغوا ٿيندا رهندا آهن. ڪن ماڻهن کي پرڏيهه ۾ نوڪرين جي لالچ تي غير انسان طرح سمگل ڪيو وڃي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ اهي يا ته رستي ۾ مري وڃن ٿا يا وري غير ملڪ جي قيدن ۾ قابو ٿي ويندا آهن. يا عورتن ڪان جسم فروشي ڪرائي وڃي ٿي. ان سلسلي ۾، برده فروشن وٽ اغوا جي وارداتن ڪرڻ جا پڻ مختلف طريقا آهن.

**زوريءَ اغوا ڪرڻ:** هيءُ طريقو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اختيار ڪيو ويندو آهي. ڳوٺن ۾ ڌاڙيل هٿيارن جي زور تي گهرن ۾ گهڙي ماڻهو اغوا ڪندا رهن ٿا. قبيلائي جهيڙن ۽ فسادن ۾ پڻ اغوا ڪرڻ جو سلسلو عام جام آهي. پيشه ور ڌاڙيل ڳوٺن مان ماڻهو اغوا ڪري، پنهنجي عيوض ڪين ڇڏين ٿا. شهرن ۾ وري برده فروشن جا گروهه هٿيارن جي زور تي، ماڻهن ۾ ڌهڪاءُ وجهي گهرن، دڪانن ۽ آفيسن مان ماڻهو اغوا ڪندا رهن ٿا. انهيءَ جو سبب هڪ ته دهشت گردي آهي ۽ ٻيو وري پنهنجي حاصلات. ٻين مختلف مقصدن، جهڙوڪ ٻار اغوا ڪري، خودڪار ڪئمپن ۾ جبري پورهيو ڪرائڻ، اسمگلنگ ڪرائڻ، معذور ڪري پنائڻ ۽ سندن عضوا آپريشن ذريعي ڪڍائي پئسا ڪمائڻ ڪارڻ وڪڻڻ به اهو طريقو استعمال هيٺ آهي.

**نشو ڏيئي اغوا ڪرڻ:** هيءُ طريقو اڪثر شهرن ۾ آزمايو وڃي ٿو افغاني پٺاڻن طرفان خاص ڪري اتر سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۾ اهڙيون ڪارروايون ڪرڻ جون خبرون پڻ اينديون رهنديون آهن. هيءُ طريقو شهرن ۾ خاص ڪري بس جي اڏن، ريلوي اسيشنن، ميلن، ملاڪڙن ۽ مختلف گاڏين ۾ سفر دوران آزمايو ويندو آهي. برده فروش خاص ڪري ٻارن کي ڪا نشي واري شيءِ کارائي، بيهوش ڪري کڻي ويندا آهن. جيڪي بعد ۾ مختلف مقصدن خاطر وڪيا ويندا آهن.

**برغلائي اغوا ڪرڻ:** سنڌ اندر معاشي حالتن جي خراب هئڻ ڪري، اڪثر غريب گهراڻن جا ٻار ۽ نوجوان گهران ڪاوڙجي ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڪمائڻ خاطر ويندا آهن. اهڙيءَ صورتحال ۾ برده فروش ٻارن ۽ نوجوانن کي بهتر روزگار جا موقعا ۽ خوشحال زندگيءَ جون اميدون ڏيکاري، ورغلائي، ٻين صوبن ۽ شهرن ڏانهن وٺي ويندا آهن، جتي ڪين وڪٽي مختلف مقصدن خاطر استعمال ڪيو ويندو آهي.

**فقيرن جي روپ ۾ پنڻ جي بهاني اغوا ڪرڻ:** هيءُ طريقو اڪثر ڪري پينو فقير، عورتون ۽ مرد اختيار ڪن ٿا. شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ خيرات گهرڻ جي بهاني ڳوٺن ۽ گهرن ۾ ڪاهي پوندا آهن ۽ ٻارن توڙي نوعمر ڇوڪرن کي نشي واريون شيون کارائي اغوا ڪري ويندا آهن. اهڙا فقير اڪثر ڪري اغوا ڪيل ٻارن جا عضوا پچي، معذور ڪري، ڪين پنائيندا آهن. اهڙيون ڪارروايون ڪندڙ برده فروشن جا ڪيئي گروهه سرگرم آهن.



**اغوا جا سبب:** برده فروش خاص طور تي ٻارن کي چئن اهم مقصدن خاطر اغوا ڪندا آهن.

**اسمگلنگ خاطر اغوا ڪرڻ:** ٻار اغوا ڪرڻ وارن جا ڪيترائي مُلڪي ۽ بينَ الاقوامي گروهه آهن. ٻار اغوا ڪرڻ ڪان پوءِ يا وري خرڪار ڪئمپن يا اغوا ڪندڙن ڪان پئسن عيوض خريد ڪرڻ ڪان پوءِ اڪثر ٻارن کي ماري، سندس پيٽ ۾ چرس ۽ هيروئن پري، ٻاهرين شهرن ۽ صوبن ڏانهن پهچائيندا آهن. ڪي گروهه ٻارن کي آپريشن ذريعي پيٽ ۾ منشيات وجهي، ٻاهرين ملڪن ڏانهن وٺي ويندا آهن، جتي وري به آپريشن ذريعي سندن پيٽ مان منشيات ڪڍي ويندي آهي. گهڻا اهڙا به گروهه آهن، جيڪي ٻارن کي تربيت ڏيئي، اسمگلنگ ڪرڻ سميت چوري، قتل ۽ غارتگريءَ وغيره ۾ پڙ ڪري پوءِ پنهنجي رذيل مقصدن ۾ استعمال ڪندا آهن.

**جبري پورهئي خاطر اغوا:** ان مقصد خاطر خاص هنڌن تي خرڪار ڪئمپون قائم آهن، جتي اغوا ڪيل ٻارن جي سڃاڻپ لاءِ سندن وڇيون آڱريون وڍيون

ويندڙ آهن. انهن ٻارن کي ٻاڻ ۾ ڳالهائڻ جي اجازت نه هوندي آهي. قاعدي جي خلاف ورزي ڪرڻ وارن ٻارن کي گوڏن تي ڏنڀ ڏنا ويندا آهن. جڏهن نه سموري ڏينهن جي سخت پورهئي ڪرائڻ کان پوءِ، اغوا ٿيل ٻارن کي ڪاڏي ۾ جنتر جي دال ۽ ٻاجهر جي ماني جو اڌ ڏنو ويندو آهي. رات جو نو عمر ڇوڪرن کي خرڪار ڪئمپن ۾ جنسي ڏاڍائيءَ جو شڪار پڻ بڻايو ويندو آهي.

**اُٺن جي ريس خاطر اغوا ڪرڻ:** ان مقصد لاءِ ٻار اغوا ڪرڻ وارن گروهن پويان، وچ اوڀر جي عرب ملڪن جي شهزادن ۽ گڏيل عرب امارات جي ارب پتي عربن



جي چاڙتن جو هٿ هوندو آهي، جيڪي اهڙا ٻار خريد ڪندا آهن. اهڙن ٻارن جي عمر ٽن يا ڇهن سالن کان اٺن سالن تائين هوندي آهي. وچ اوڀر جي عرب ملڪن سميت گڏيل عرب امارات ۾ اُٺن جي ڊوڙ ٿيندي آهي، جنهن ۾ ننڍڙن ٻارن کي اٺن جي پُٺيءَ تي رَسن سان ٻڌي، ڪنهن صحرا ۾ ڊوڙايو ويندو آهي ۽ جڏهن اُٺ جي پُٺيءَ تي ٻڌل ٻار جيئن رڙيون ڪندا آهن، تيئن اُٺ تيز ڊوڙندا آهن. ان راند لاءِ سنڌ مان پڻ ٻار اغوا ٿيندا آهن.

**پنائڻ خاطر اغوا ڪرڻ:** ان مقصد خاطر ٻار اغوا ڪندڙ گروهه اڪثر شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڪارروايون ڪندا رهندا آهن. اهڙن گروهن ۾ عورتون پڻ ڪم ڪنديون آهن. انهن ۾ پينو فقيرن جو گهڻو تعداد هوندو آهي. اهڙا ماڻهو ٻار اغوا ڪري، سندن عضوا ڀڃي، ڪين پنڻ سيکاريندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح، اهي ٻار سڄي عمر معذور بڻجي شهرن ۾ پِنندا رهندا آهن. اهڙن گروهن کي پوليس ۽ اثر رسوخ رکندڙ ماڻهن جي پُٺ پراڻي هوندي آهي، جيڪي سندن هر طرح جي مدد ڪندا رهندا آهن. مٿي ڄاڻايل مقصدن کان علاوه جنسي ڏاڍائيءَ جو شڪار بنائڻ، آپريشن ذريعي عضوا ڪڍائي وڪڻڻ، ڀنگ ۽ ٻين مقصدن لاءِ پڻ ٻار اغوا ڪيا ويندا آهن. ڀنگ عيوض اغوا ڪندڙن جو تعلق خاص ڪري پيشه ور ڌاڙيلن ۽ غنڊن سان هوندو آهي، جيڪي اميرن ۽ تاجرن جا ٻار اغوا ڪندا آهن. جڏهن ته جنسي ڏاڍائيءَ جو شڪار ڪرڻ ۽ عضوا ڪڍي وڪڻڻ وارن جو تعلق، هيٺئين طبقي وارن سان هوندو آهي، جيڪي خاص ڪري موالي ۽ سماجي حوالي سان ڪِريل انسان هوندا آهن.

**برڊ فلو:** برڊ فلو انفلوئنزا جي هڪ شڪل آهي. هي بيماري بنيادي طور تي پکين ۾ هوندي آهي. سڄي دنيا جا پکي ان بيماري واري وائرس کي پنهنجي آنڊن ۾ کڻي گهمندا آهن. گهڻو ڪري اهي پکي ان وائرس جي موجودگي يا برڊ فلو جي بيماري کان متاثر نٿا ٿين. برڊ فلو جو وائرس H5N1 جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو هي حقيقت آهي ته H5N1، جيڪو انفلوائنز جي وائرسن جي هڪ جنس "انفلوائنزا A" جي سوين قسمن مان هڪ آهي هي جيوڙو گهڻن ئي قسمن ۾ ملي ٿو جيڪي هڪ ٻئي کان معمولي فرق رکن ٿا. هن وقت جنهن وائرس جو چرچو آهي. اهو H5N1 جي شڪل HPAI آهي. جنهن جو پورو نالو HPAI A (H5N1) آهي. HPAI کان مراد Highly Pathogenic Avian Influenza



آهي) جڏهن برڊ فلو جو هي وائرس جهنگلي پکين مان پالتو پکين ۾ منتقل ٿيندو آهي ته هي وائرس پالتو پکين لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيندو آهي انفلوئنزا ٻن قسمن جو هوندو آهي. هڪ هلڪو انفلوئنزا، جنهن جي موجودگي جي عام طور تي خبر ئي ڪا نه پوندي آهي ۽ هن سان پکين جي صحت تمام گهٽ متاثر ٿيندي آهي. انفلوئنزا جو ٻيو قسم شديد نوعيت جو هوندو آهي. برڊ فلو جو حملو اگر شديد نوعيت جو هجي ته هي پکين لاءِ تمام گهڻو خطرناڪ هوندو آهي. هي وائرس پکين جي ٽولن ۾ تمام تيزي سان پکڙبو آهي. ان قسم جي بيماري کان متاثر ٿيڻ وارا اڪثر پکي 48 ڪلاڪن ۾ مري ويندا آهن. هي بيماري پکين جي منهن ۽ نڪ مان وهندڙ پاڻيءَ جي ذريعي ٻين پکين تائين پکڙبي آهي. جيئن ته پولٽري سان وابسته ڪارڪنن جو انهن شين سان سڌو سنئون واسطو آهي، تنهنڪري انهن کي برڊ فلو کان متاثر ٿيڻ جو خطرو رهندو آهي.

**بَرزَخُ:** ٻن جاين جي وچ ۾ پردو يا وٿي. موت بعد قيامت تائين رهڻ وارو عرصو. مسلمانن جي عقيدي موجب اها جاءِ، جنهن ۾ روح مرڻ کان وٺي قيامت تائين رهندو. هيءَ اصطلاح عربيءَ توڙي فارسيءَ ۾ ساڳئي مفهوم ۾ استعمال ٿيندو آهي. ڪلام پاڪ ۾ برزخ جو ذڪر 3 ڀيرا آيو آهي: "وَمِنْ وَرَآئِهِمْ بَرْزَخٌ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ" (سورة المؤمنون سيپارو 18) (۽ بهشت جي ڏينهن تائين انهن جي پٺيان روڪ آهي. "وَهُوَالَّذِیْ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ هٰذَا عَذْبٌ فُرَاتٌ وَّهٰذَا مِلْحٌ اُجَاجٌ وَّجَعَلَ بَيْنَهُمَا بَرْزَخًا وَّحِجْرًا مَّحْجُوْرًا" (سورة الفرقان سيپارو19 رڪوع3) (۽ اهوئي آهي جنهن ٻن دريائن کي ملايو آهي جن مان هڪ (جو پاڻي) مٺو ۽ هڪ (جو پاڻي) ڪڙو ۽ تلخ آهي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪڙو حجاب ۽ هڪڙي روڪ مانع آهي) "مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ يَلْتَقِيَانِ بَيْنَهُمَا بَرْزَخٌ لَّا يَبْغِيٰنِ". (سوره رحمٰن، سيپارو 27) (ٻن دريائن کي ملايو جو (ظاهر ۾) پاڻ ۾ ملايل آهن، پر (حقيقتاً) ٻنهي جي وچ ۾ هڪ حجاب آهي جو ٻئي (ان کان) وڌي نٿا سگهن.) ڪن موقعن تي انهن جو مفهوم ڪڏهن روحاني ڪڍيو وڃي ٿو ته ڪڏهن مادي. سورة مؤمنون ۾ گنهگار اها التجا ڪن ٿا ته کين دنيا ۾ واپس وڃڻ جي اجازت ڏني وڃي ته جيئن انهيءَ نيڪيءَ کي مڪمل ڪري وٺن، جيڪا هنن پنهنجي زندگيءَ ۾ نه ڪئي. پر انهن جي پٺيان هڪڙو برزخ آهي، جيڪو رستو روڪيو بيٺو آهي. ٻيا مفسر ان جي ظاهري معنيٰ ڏانهن اشارو ڪن ٿا، جنهن مان مراد اُهو پردو آهي، جيڪو جنت ۽ دوزخ جي درميان آهي. ڪلام پاڪ جي باقي ٻن آيتن ۾ ٻن سمنڊن يا ٻن دريائن جو ذڪر آهي، جن مان هڪڙو مٺو آهي ۽ ٻيو کارو. انهن ٻنهيءَ جي وچ ۾ هڪڙو برزخ آهي، جيڪو انهن کي ملڻ نٿو ڏئي. صوفي به انهيءَ لفظ کي مادي دنيا ۽ پاڪ روحن جي وچ واري خلا لاءِ استعمال ڪن ٿا. اهوئي لفظ فلسفي ۾ به ملي ٿو انهن وٽ برزخ سياه شين يا جسمن مان مراد ورتي ويندي آهي. يعني برزخ يا جسم تاريڪ قطرو آهي ۽ صرف روح جي روشني حاصل ڪرڻ تي روشن ٿيندو آهي.

**بَرسات:** وسڪاري کي سنڌ ۾ گهڻو ڪري 'برسات' يا 'مينهن' چوندا آهن. برسات فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "وسڪارو"، خود

برسات لفظ جو مفهوم بہ ساڳيو آهي. ٻاڦ يا بخارَ، تڏ لڳڻ سان ڦڙن جي صورت وٺندا آهن ۽ گهٽيءَ تڏ لڳڻ سان ڦڙن جي صورت وٺندا آهن ۽ گهٽيءَ تڏ ۾ ڦڙا ڳرا ٿي هيٺ زمين تي ڪرڻ شروع ٿيندا آهن. ڦڙن جي وسڻ يا



وسڪاري کي برسات چئبو آهي. 'برسات' گهڻو ڪري شهري ماڻهو چوندا آهن، باقي ٻهراڙيءَ جا رهاڪو "مِينهن" يا 'وسڪارو' چوندا آهن. ٻاڦ جا ڪڪر گهٽيءَ تڏ سبب پاڻيءَ جي ڦڙن ۾ تبديل ٿيندا آهن ۽ جيئن تہ اهي هوا کان ڳرا ٿيندا آهن، تنهن ڪري وسي پوندا آهن. برسات جي تاريخ ڪروڙين سالن تائين ڦهليل آهي. قدرت جا قانون نرالا آهن. ڪٿي بارش بي انداز پوي، تہ ڪٿي مينهن جي بوند لاءِ ماڻهو پيا سڪن. پوک جي لاءِ تہ برسات جي اهميت کي نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. دنيا جا ڪيترا علائقا برسات سبب زرعي لحاظ کان خوش قسمت سمجهيا وڃن ٿا ۽ ڪي اهڙا بہ آهن، جيڪي رڳو انهيءَ ڪري غيرآباد آهن، جو اهي برسات کان محروم آهن. سنڌ بہ برسات جي لحاظ کان قدري اهم علائقو سمجهيو وڃي ٿو. برسات جو مدار هوا جي رخ (هوا جي وهڪري)، هوا جي تپش ۽ پاڻيٺ يا گهِمَ واري هوا تي آهي. سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾، چؤماسي جي مند ۾، هوا ڏکڻ اولهہ کان لڳندي، پر برسات اوڀر- ڏکڻ کان ايندي. چؤماسي ۾ ئي سنڌ ۾ بعضي سَراُتر کان مينهن جهڪ ۽ طوفان سان ايندو آهي. ساڳيءَ مند ۾ بعضي سر اولهہ يا ڏکڻ اولهہ کان بہ مينهن ايندو آهي. انهيءَ مينهن جي لاءِ چوندا تہ "ڏکڻ وسي نہ، پر جي وسي تہ ٻوڙ ٻوڙان ڪري".

سنڌ ۾ اتفاق سان پنجين ستين سال زور واريون برساتون پونديون آهن ۽ ملڪ کي ٻوڙي ڇڏينديون آهن. جيئن تہ: سال 1929ع واري چؤماسي جي برساتن سڄيءَ سنڌ ۾ اهڙي تباهي آڻي ڇڏي هئي، جيڪا ماڻهن کان اڄا تائين وسري نہ آهي. انهيءَ ۾ لاڳيتو 14- 15 ڏينهن برسات پوڻ جي ڪري سيڪجهہ تباهہ ٿي ويو هو ماڻهو مرڻ لڳا، جانور مري ويا، فصل ٻڏي ويا، ماڻهن مٿانهن علائقن ۾ وڃي جان بچائي هئي. انهيءَ برسات جي تباهيءَ بابت ڪن سگهڙن تاريخي بيت بہ چيا هئا. سال 1955ع واريءَ برسات بہ سڄيءَ سنڌ ۾ تباهي مچائي ڇڏي هئي، جنهن ۾ درياءَ، ڍنڍون ڍورا سڀ پاڻيءَ سان تار ٿي ويا هئا. درياءَ جي بندن ٽٽڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو هو جن ۾ هالا، ڪراچي، ڪوٽڙي، ميرپور، ماتلي، ۽ ڪيترا شهر شامل هئا. درياءَ ۾ گهاري پوڻ سبب چوپايو مال ۽ جهنگلي جانور مرڻ لڳا، وٽج واپار سڀ بند ٿي ويو. سال 1999ع واري برسات، جيڪا ڄڻ تہ قدرتي آفت، طوفان جي صورت ۾ نازل ٿي هئي. هيءُ طوفان 24 ڪلاڪ هليو جيڪو سامونڊي حصن تي اثرانداز ٿيو حيدرآباد، ٺٽي ۽ ٽرجا علائقا هن طوفان کان متاثر ٿيا. ڇهن ستن مهينن گذرڻ بعد بہ طوفان وارن علائقن مان مئل ماڻهن جا لاش هٿ اچي رهيا هئا. برسات اونهاري جي مند ۾ ايندي آهي، برسات مان پکي پکڻ ۽ جيت جنڍيا بہ خوش ٿين ٿا. برساتي پاڻي تمام فائديمند ثابت ٿئي ٿو جنهن سان موسمي گرمي ختم ٿيو وڃي ۽ بيماريءَ جو پڻ خاتمو اچيو وڃي. غيرآباد زمينون آباديءَ لائق بڻجيو وڃن ۽ بيٺل فصلن کي اوسر ۽ واڌ مليو وڃي. برسات خشڪ ۽ وارياسن علائقن لاءِ تہ سچ پچ قدرت جي رحمت ثابت ٿي ٿئي، جهڙوڪ ٿر ۽ ڪوهستان جو علائقو. ليڪن ڪڏهن حد کان وڌيڪ ۽ لڳاتار برسات زحمت ۽ آفت بہ بڻجيو وڃي، جنهن سان وڻ ٽڻ، فصل ۽ پوکون تباهہ ٿيو وڃن. ساليانی برسات جُدا جدا هنڌن تي گهٽ وڌ ٿيندي آهي. خشڪ وارياسن هنڌن تي ساليانی ٻہ انچ تہ پهاڙي علائقن ۽ سامونڊي ڪنارن تي ساليانی پنجن انچن تائين وسندي آهي. برسات فطرت جي حُسن ۽ جمال جي نمائنده آهي، برسات زمين تي نباتات کان وٺي جمادات تائين نشونما ۽ تعمير ۾ حصو وٺي ٿي. قديم زماني کان وٺي اڄ تائين دنيا برسات جي محتاج نظر اچي ٿي. درياءَ، چشما، ڍنڍون، ٻنيون ۽ آباديون سڀ برسات جون محتاج آهن.

**برسات**[2] (اخبار): ڪراچيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ هڪ روزاني اخبار، جيڪا اڳوڻو سينيٽر يوسف شاهين ڪڍندو رهيو آهي. هيءَ اخبار ستر جي ڏهاڪي کان پندرهن وار اخبار جي صورت ۾ جهازي سائيز ۾ نڪرندي هئي، جيڪا 1993 کان باقاعدي روزانو شايع ٿيڻ لڳي. اخبار شرعاتي چار سال تمام زور شور سان نڪتي، جنهن ۾ ان وقت جا اهم ترين ڪالم نگار ۽ دانشور لکندا هئا. اخبار ۾ شيخ اياز ۽ بدرابڙي بہ ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. انور پيرزادو، نصير اعجاز بہ اخبار جا اهم ڪارڪن هئا. اخبار جا شيخ اياز، قمر شهباز، آغا سليم، غلام نبي مغل، عبدالواحد آريسر ۽ ناز سهتو مستقل ڪالم نگارهئا. ان ئي اخبار ۾ انور پيرزادي جو ڪالم 'مٽان وساريو' ۽ بدر ابڙي جو ڪالم 'وتايو فقير سوچي ٿو' دلچسپيءَ سان پڙهيا ويندا هئا. هي اخبار اڄ بہ روزانو شايع ٿئي ٿي، پر اُن جي مشتهري وسيع نہ آهي.

**بَرسِيمُ**: بَرسِيمُ کي گاهن جو "بادشاهہ" پڻ ڪوٺيو وڃي ٿو. هيءُ اصل ۾ مصر جو گاهہ آهي، جيڪو 1904ع ڌاري ميرپورخاص فارم ۾ پوکي تجربو ڪيو ويو ۽ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ پوريءَ سنڌ ۾ پکيڙيو ويو. برسيم گاهہ ذائقي دار، طاقتور ۽ هاضمي وارو ٿئي ٿو ۽ جانور هن کي شوق سان کائيندا آهن. اُن جي گل جو رنگ اڇو بہ ٿئي تہ نيرو ۽ قرمزي بہ ٿئي ۽ ان ۾ هلڪي خوشبوءِ هوندي آهي، جيڪا ٻرسان لنگهندڙ کي موهي وجهندي آهي. اُن جو ٻج سرنهن جي داڻي کان وڏو ۽ رنگ جو ڀورو ٿئي ٿو. مشهور گاهہ آهي، جيڪو چاري طور ڪم اچي ٿو. هن گاهہ ۾ 2.8 سيڪڙو فاسفورس ۽ 2.6 سيڪڙو ڪئلشيم جو مقدار هوندو آهي، جنهن ڪري کير ڏيندڙ جانورن کي برسيم کارائيندا آهن. برسيم جا پن ۽ تندا نرم ٿين ٿا. برسيم لاءِ آبهوا معتدل هجي، نہ زياده گرمي نہ زياده سردي. برسيم جو فصل سيپٽمبر جي آخري هفتي ۾ يا آڪٽوبر جي پهرئين هفتي ۾ پوکڻ سان اُن جي زياده پيداوار لهندي. برسيم ڦرين واري گاهہ جو ٻوٽو آهي ۽ سائي ۽ سڪل گاهہ طور ڪم اچي ٿو ڄمڻ وقت ٽي پن جهليندو آهي ۽ هر گوُنچ ۾ ٽي پن اُن جي خاص نشاني آهن. اُن جا ڇٽيل پن ٻنيءَ لاءِ ڀاڻ جو ڪم ڏيندا آهن. ان ڪري ڪلراٺي زمين کي ٺاهڻ لاءِ ماڻهو ان تي برسيم پوکيندا آهن. مال اُن کي گهٽي چاهہ سان کائيندو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن گهٽي کائڻ سبب آڦرجي بہ پوي ٿو ۽ مري بہ سگهي ٿو.

**بَرَصَ:** ڪوڙهه جو مرض. چمڙي جي هڪ بيماري، جنهن ۾ سڄي جسم تي اڇا چٽا يا داغ ٿي پوندا آهن. قرآن شريف جي سورة 'آل عمران' ۾ هن بيماريءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي قوم کي چيو ته "آءٌ ڄائي ڄم کان انڌي کي اکيون ڏيندس ۽ ڪوڙهه جي بيماريءَ کان نجات ڏياريندس".

**برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو** (ڪتاب): مشهور لسانياتي ماهر، سَر جي. گريئرسن جي عالمي شهرت يافته ڪتاب "Linguistic Survey of India" جي جلد ائين جي پهرين ڀاڱي جو سنڌي ترجمو "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو" جي عنوان سان، نامور ليکڪا، ڊاڪٽر فهميده حسين ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب، رايل سائيز جي 700 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ سال 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هن ڪتاب جي قيمت 500 رپيا آهي. سر گريئرسن جي هن ڪتاب ۾ برصغير جي ٻولين جي هند- آريائي خاندان، اتر اولهه واري گروهه بابت مواد موجود آهي. هيءُ ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد، ارتقا توڙي بنيادي ستاءَ ۽ ساخت يا گرامر بابت هڪ بنيادي ۽ اهم ڪتاب آهي. سنڌي ٻوليءَ جي داردي ٻولين ۽ لهندا سان ناتي قائم ڪرڻ جي ڏس ۾ گريئرسن جو منفرد ۽ جداگانه رايو آهي، جنهن مان پيرومل مهرچند آڏوائيءَ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ سميت ڪيترن ئي عالمن، پنهنجن ڪتابن ۾ استفادو ڪيو آهي. هن ڪتاب تي، مشهور لسانياتي ماهر پروفيسر، ڊاڪٽر غلام علي الانا، 28 صفحن جو عالماڻو مهاڳ لکيو آهي. جنهن جي پنهنجيءَ جاءِ تي وڏي علمي حيثيت آهي.




**برصغير هند و پاڪستان ۾ مسلمانن جو دور حڪومت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مقبول حسين شاهه موسويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۽ پڪي جلد وارو هيءُ ڪتاب 585 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت ڇهه رپيا پنجاهه پئسا ڄاڻايل آهي. اُن جو ڇاپو پهريون، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**برطانيا:** برطانيا، گريٽ برٽين (Great Britain) کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ انگلنڊ، ويلس آئرلينڊ ۽ اسڪاٽلينڊ شامل آهن. برطانيا کي دنيا جي تاريخ ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. ان جا قديم رهاڪو بلڪل غيرمهذب هوندا هئا. تقريباً 2300 ق. م ۾ اسپين جي آئيبريا نسل جا ماڻهو برطانيا ۾ داخل ٿيا، تنهن کان پوءِ جلد ئي اسپين جو ٻيو گهراڻو ڪيلٽ برطانيا ۾ داخل ٿيو هي ٻئي نسل گڏجي ڏکڻ برطانيا ۾ رهڻ لڳا ۽ پاڻ کي Britons (برطانوي) سڏائڻ لڳا. جڏهن فرانس جي گال ۽ روم جي وچ ۾ جنگ لڳي، تڏهن برطانوين، گال جي مدد ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ روم جو بادشاهه جوليس سيزر، برطانوين کي سزا ڏيڻ لاءِ 55 ق. م ۾ برطانيا تي حملو ڪري



واپس هليو ويو. ان کان پوءِ روم جي هڪ ٻئي بادشاهه ڪلاڊيس 43ع ۾ برطانيا کي فتح ڪري روم ملڪ جو هڪ صوبو بڻائي ڇڏيو. رومين برطانيا تي 35 سال حڪومت ڪئي. پنجين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن جرمنيءَ جي ڪجهه قبيلن رومي سلطنت تي حملو ڪيو، تڏهن رومين برطانيا مان پنهنجي فوج واپس گهرائي. 449ع ۾ جرمنيءَ جي ٽن قبيلن اينگل، سيڪسن ۽ جيوٽ ڏکڻ برطانيا تي حملو ڪري اتي مستقل طور رهائش اختيار ڪئي. جرمنيءَ جي انهن ٽنهي قبيلن برطانيا ۾ سلطنت جو بنياد وڌو ۽ هڪٻئي کان فوقيت حاصل ڪرڻ لاءِ نسلي جنگيون شروع ڪري ڏنيون. آخرڪار ويسيڪس جنگ کٽي. 597ع تائين سڄي برطانيا عيسائي ٿي وئي. ائين صدي عيسويءَ ۾ ويسيڪس جي بادشاهه الفريڊ، ڊينن کي شڪست ڏني. جنهن ڪري هن کي الفريڊ اعظم سڏڻ لڳا. الفريڊ جي مرڻ کان چند سال پوءِ ايٿلرڊ جي دور ۾ وري ڊينون نسل جي ماڻهن برطانيا تي حملا ڪيا، جنهن جي نتيجي ۾ ايٿلرڊ برطانيا ۾ رهندڙ ڊينون نسل جي ماڻهن کي مارڻ جو حڪم ڏنو. سوئين شاهه ڊينمارڪ، ڊينون نسل جي ماڻهن جو انتقام وٺڻ لاءِ 994ع ۾ برطانيا تي حملو ڪيو. ايٿلرڊ فرانس ڀڄي ويو. هڪ سال کان پوءِ سوئين مري ويو ۽ ان جو پٽ ڪينوٽ بادشاهه ٿيو. ڪينوٽ قابل ۽ عدل پسند بادشاهه هو. هن برطانيا جي انتظام هلائڻ لاءِ برطانيا کي چئن وڏن صوبن ۾ تقسيم ڪيو ۽ هر صوبي جو هڪ ولي عهد مقرر ڪيو. 1035ع ۾ ڪينوٽ مري ويو ۽ ان جي ٻن پٽن هيرالڊ ۽ هارڊي ڪينوٽ گڏوگڏ ملڪ تي بادشاهي ڪئي. جنهن کان پوءِ جلد ئي انگريزن ايٿلرڊ جي پٽ ايڊورڊ نائب کي پنهنجو بادشاهه مقرر



ڪيو. وليم وڪٽر (1154- 1066ع) جنهن کي "نارمن بادشاهه" چيو وڃي ٿو ان جي دور ۾ ٻه بغاوتون ٿيون، جيڪي جلد ئي ختم ٿي ويون. وليم وڪٽر برطانيا ۾ جاگيرداري نظام قائم ڪيو ان کان سواءِ وليم ڪليسا کي به پنهنجي تابع ڪيو. وليم وڪٽر کان پوءِ ان جا ٻه پٽ بادشاهه بڻيا، جن مان هينري اول (1135- 1100ع) تمام مشهور ٿي گذريو آهي. برطانيا ۾ نارمن بادشاهه کان پوءِ پلانتاجينسٽ بادشاهه جو دؤر شروع ٿئي ٿو. جنهن جو پهريون بادشاهه هينري ٻيو (1189- 1154ع) ٿيو. هن جي دؤر ۾ برطانيا جي حڪومت تمام وسيع علائقي تائين پکڙجي وئي، جنهن ۾ فرانس جو گهڻو حصو به شامل هو. هينري ٻيو هڪ طاقتور بادشاهه هو. هن برطانيا جي جاگيرداري نظام کي نقصان پهچائڻ لاءِ تمام سخت قانون ٺاهيا. هينري ٻئي جي وفات کان پوءِ ان جي جانشين رچرڊ اول (1199- 1189ع) کي برطانيا جو بادشاهه مقرر ڪيو ويو. هن کان پوءِ برطانيا ۾ اقتدار جو انتشار پکڙجي ويو. جنهن ڪري هن دؤر ۾

فرانس پنهنجو گهڻو حصو برطانيا کان آزاد ڪرايو هن دؤر ۾ برطانيا اندر ڪيترين ئي نسلي جنگين لڳيون. 1399ع ۾ هينري لئنڪاسٽر، رچرڊ کي شڪست ڏئي لئنڪاسٽر خاندان جي بادشاهت جو بنياد وڌو. لئنڪاسٽر خاندان برطانيا تي تمام سلو وقت حڪمراني ڪئي. هيءَ خاندان صلح پسند ۽ مضبوط طاقت جو وارو هو. هن خاندان جي مشهور بادشاهن ۾ هينري چوٿون (1413- 1999ع)، هينري پنجون (1426- 1413ع) ۽ هينري ڇهون (1461- 1433ع) مشهور آهن. هن خاندان جي هينري ڇهين کي ايڊورڊ شڪست ڏني ۽ برطانيا ۾ يارڪ خاندان جي بادشاهيءَ جو بنياد وڌو. هن خاندان، لئنڪاسٽر



خاندان جون ملڪيتون ضبط ڪيون ۽ واپارين تي تمام ڳرا ٽئڪس لاڳو ڪيا، جنهن جي نتيجي ۾ برطانيا حڪومت خوشحال ٿي وئي. هن خاندان جي مشهور بادشاهن ۾ ايڊورڊ چوٿون (1483- 1461ع) ۽ ايڊورڊ پنجون (1483ع) سرفهرست آهن. هينري ٽيوڊر، رچرڊ ٽئين کي شڪست ڏيئي، ٽيوڊر خاندان جي حڪومت جو بنياد وڌو. هينري ستين (1509- 1485ع) ايڊورڊ چوٿين جي ڌيءَ ايلزبيٿ سان شادي ڪئي، جنهنڪري لئنڪاسٽر ۽ يارڪ خاندان هڪ ٿي ويا. هن خاندان مختلف بادشاهن سان خانداني تعلقات قائم ڪيا ته جيئن برطانيا جي سلطنت کي بچائي سگهجي. هن خاندان جي مشهور بادشاهن ۾ هينري ستون ۽ هينري اٺون، جنهن پوپ جي اجازت سان پنهنجي بيواهه ڀاڄائيءَ سان شادي ڪئي هئي ۽ پوءِ هن کي طلاق ڏيئي، ڇهه شاديون ڪيون هيون. هينري اٺين کان پوءِ ان جي پٽ ايڊورڊ ڇهين (1554- 1527ع) کي بادشاهه مقرر ڪيو ويو، جيڪو ننڍيءَ عمر جو هو جنهن ڪري حڪومت جو ڪاروبار هن جي مامي ڊيوڪ آف سمرسٽ جي سنڀال هيٺ آيو. ميري (1558- 1553ع) جيڪا هينري اٺين جي زال هئي، تنهن ايڊورڊ ڇهين جي دؤر ۾ مذهبي جهڳڙا ڪرايا، جنهن ڪري برطانيا ۾ پوپ جا اختيار بحال ٿيا ۽ پراٽيسٽنٽ فرقي جي ماڻهن جو قتل عام ڪرايو ويو ان کان پوءِ ايلزبيٿ برطانيا جي راڻي ٿي.

ايلزبيٿ کان پوءِ، تخت جي حقدار اسڪاچ ملڪ ميري هئي؛ پنهنجي مڙس جي موت کان پوءِ، هوءَ اسڪاٽ لئنڊ واپس اچي تخت نشين ٿي. اسڪاٽ لئنڊ ۾ سندن خلاف بغاوت ٿي ته هوءَ، فرانس مان ٿيندي واپس برطانيه پهچي وئي. سندس خلاف ڪيٿولڪ عقيدي وارن مختلف سازشون ڪيون هيون، جنَ جي الزام هيٺ ايلزبيٿ، ميري کي موت جي سزا ڏيئي ڇڏي. ايلزبيٿ جي عهد جو هڪ وڏو واقعو 1588ع ۾ اسپين جي جنگي ٻيڙي جي شڪست هئي. ايلزبيٿ کي آئرلنڊ ۾ ڪيترين ئي شورشن جو مقابلو ڪرڻو پيو، ان دؤر ۾ هن ڪيترين ئي برطانوي شهرين کي آئرلنڊ ۾ مقيم ڪرائي ڇڏيو ايلزبيٿ جو دؤر، برطانوي تاريخ ۾ هڪ بهتر دور سمجهيو وڃي ٿو. ايلزبيٿ جي وفات کان پوءِ، اسڪاچ ميريءَ جو پٽ، جيمس پنجون، شاهه اسڪاٽ لئنڊ جيمس پهرئين جي نالي سان برطانيا جي تخت تي ويٺو جيمس پهريون، اهل علم پر ڪوتاهه نظر هو؛ رومن ڪيٿولڪ عقيدي وارن کي، ايلزبيٿ جي دؤر ۾، جيڪي شڪايتون هيون، انهن جي ازالي نه ٿيڻ ڪري، انهن بغاوت ڪري وڌي. نه صرف ڪيٿولڪ عقيدي وارن، پر پراٽسٽنٽ عقيدي وارن سان پڻ جيمس جو سلوڪ چڱو نه هو جيسمس اول جي پٽ چارلس پهرئين، فرانس جي دوستيءَ جي فائدن کي مدنظر رکندي، اسپين سان جنگ جو اعلان ڪري ڇڏيو جنگ جي خرچن لاءِ چارلس، عوام کان جبري قرض وصول ڪيا ۽ جڏهن ان مان به ڪم نه ٿيو ته 1628ع ۾ هن پنهنجي ٽين پارليامينٽ طلب ڪئي، جنهن وڃي رقم منظور ڪئي. 1629ع ۾، چارلس، ايليٽ کي قيد ڪري، پارليامينٽ کان بغير حڪومت هلائڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو يارهن سالن تائين مطلق العناني جو دؤر رهيو هُن مختلف قسم جي غيرقانوني رقمن وصول ڪرڻ جي مهم شروع ڪري ڇڏي. اهڙيءَ صورتحال ۾ عوام ۾، بادشاهه خلاف نفرت وڌڻ لڳي. نتيجي ۾ مخالفت ڪرڻ وارن ماڻهن کي سزائون ڏنيون ويئون. چارلس کان اسڪاٽ لئنڊ وارا به ناراض هئا، جنگ ۾ چارلس جي ناڪامي ٿي ۽ چارلس کي فوجي خرچ پري ڏيڻا پيا. 1640ع ۾ چارلس، پارليامينٽ سڏائي، جيڪا تاريخ ۾ طويل پارليامينٽ جي نالي سان مشهور آهي، جيڪا 40 سالن تائين برقرار رهي. پارليامينٽ سان وري، چارلس جا لاڳاپا خراب ٿيا ۽ آخر پارلياماني فوج ۽ بادشاهي فوج وچ ۾ جنگ لڳي. بادشاهي فوج هارايو ۽ چارلس گرفتار ٿيو بعد ۾ پارليامينٽ صرف آزاد جماعتن جي رڪنن تي مشتمل هئي. عدالت ۾ چارلس خلاف مقدمو هليو، جنهن عدالت 1659ع ۾ چارلس جو سر قلم ڪري ڇڏيو چارلس جي موت کان پوءِ، بادشاهيءَ جو خاتمو آڻي، دولتِ عام جو قيام عمل ۾ آندو ويو. حڪومت لاءِ رمپ جي 41 رڪنن جي مجلسِ سلطنت چونڊي وئي. 1653ع ۾ هڪ نئين پارليامينٽ ترتيب ڏني ويئي، جنهن ۾ نه صرف برطانيا پر اسڪاٽ لئنڊ جي ميمبرن کي پڻ شريڪ ڪيو ويو ان دؤر ۾ "ڪرامول" کي لامحدود اختيار ڏنا ويا. 1658ع ۾ ڪرامول جي وفات کان پوءِ سندس پٽ رچرڊ ڪرامول، جانشين ٿيو؛ چند مهينن کان پوءِ، فوج سندس تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. 1660ع ۾ هڪ نئين پارليامينٽ منعقد ٿي. جنهن چارلس ٻئي کي تخت نشين ٿيڻ لاءِ، فرانس مان اچڻ لاءِ دعوت ڏني ويئي. چارلس ٻئي جي 60- 1658ع ۾ تخت نشينيءَ کان پوءِ، طويل پارليامينٽ جو خاتمو آيو ۽ 1661ع ۾ ٻي پارليامينٽ مقرر ٿي. 1668ع ۾ وليم، برطانيه تي وارد ٿيو.



وليم جي دؤر ۾ مذهبي فرقيواريت ختم ٿي ۽ ملڪ ۾ ڪيترائي اصلاحي ڪم ڪيا ويا. ان پارليامينٽ جو عرصو، هڪ قانون تحت ٽي سال رکيو ويو.

بعد ۾ جيمس ٻئي جي ڌيءَ، ملڪ اين جي تخت نشيني ٿي. بعد ۾ آسٽريا جي وراثت جي جنگ ٿي ۽ برطانيه، يورپ ۾ جبل الطارق (جبل الٽر) ۽ مائي ناريڪا ۽ آمريڪا ۾ نوواسڪوشيا ۽ نيوفائونڊ لئنڊ وارا حصا حاصل ڪري ورتا. ملڪ اين جو جانشين وري جارج پهريون ٿيو ۽ 1715ع ۾ جيمس ٽئين کي تخت تي ويهاريو ويو. 1716ع ۾ پارليامينٽ جي مدت ٽن سالن مان وڌائي ست سال ڪئي ويئي. بعد ۾ هڪ وزير وال پول کي پهريون وزيراعظم بڻايو ويو. وال پول، 1739ع ۾ اسپين سان جنگ جو اعلان ڪيو پر جنگ ۾ ناڪاميءَ جي ڪري، 1742ع ۾ استعيفيٰ ڏيئي ڇڏيائين. بعد ۾ جارج ٻئي جو پوٽو جارج ٽيون تخت نشين ٿيو. 1783ع ۾ جارج ٽئين، وليم پٽ، کي وزيراعظم مقرر ڪيو. 1798ع ۾ آئرلئنڊ ۾ بغاوت وڌي ويئي، سال 1800ع ۾، وليم پٽ. بغاوت کي مُنهن ڏيڻ لاءِ، آئرلئنڊ ۽ برطانيه ۾ اتحاد وارو قانون پارليامينٽ مان پاس ڪرايو. 1801ع ۾ جارج ٽئين جي بيماري ڪري، سندس پُٽ جارج چوٿون، سلطنت جو نائب مقرر ٿيو جيڪو 1820ع ۾ پيءُ جي وفات کان پوءِ تخت نشين ٿيو جارج چوٿين کان پوءِ، سندس ڀائٽي وڪٽوريه تخت نشين ٿي. راڻي وڪٽوريه جي عهد (1837-1901) وڏي خوشحالي وارو دور هو. قانون ۾ اصلاح ٿي ته اقتصادي قانونن سان ڪيترين ئي بدترين سماجي بدعنوانين جو خاتمو ٿيو. نئين لبرل پارٽيءَ جي اثر سان غلاميءَ جو خاتمو ٿيو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ، هندستان ۾ تجارت جي بهاني 1857ع تائين پوري برصغير کي سلطنت برطانيه جو حصو بڻائي ڇڏيو هو (ڏسو: ايسٽ انڊيا ڪمپني).


راڻي ايلزبيت II

1901ع ۾ وڪٽوريه جي بيماريءَ دوران سندس پٽ ايڊورڊ ستين ڪائٿس تاج حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو جنهن 1910ع تائين حڪمراني ڪئي. هن وقت برطانيه جي راڻي ايلزبٿ- II آهي، جيڪا 1952ع ۾ تخت نشين ٿي.

**بَرف**: ٿڌ ۾ جميل پاڻي. پاڻيءَ جي اها صورت، جيڪا سخت ٿي وڃي. هيءَ بي رنگ ۽ شفاف ٿيندي آهي. هيءَ ٻڙي سينٽي گريڊ تي جمي وڃي ٿي. 'يخ' حالت ۾ هن ۾ ڇهن پهلوئن وارا قلم ٺهندا آهن. برفباريءَ ۾ برف هلڪي ٿي غبار جي صورت ۾ بدلجي ويندي آهي. سنڌ ۾ برف جو استعمال انگريزن جي اچڻ کان پوءِ ٿيو آهي. 1867ع ۾ هندستان ۾ برف ٺاهڻ جو پهريون ڪارخانو ٺهيو برف جون ٻه صورتون هونديون آهن. هڪ اها عام ٺوس برف (ice) هوندي اهي ۽ ٻي اها جيڪا آسمان مان ڪپهه وانگر پشمي گولن جي صورت ۾ وسندي آهي. ان کي هِم (Snow) چوندا آهن لفظ هِم سبب ئي هماليه جبل تي اهو نالو پيو آهي. يعني اهو ماڳ جتي هِم وسي ٿي. آسمان مان ڳوڙهن جي صورت ۾ ڪرندڙ برف کي ڳڙو(Hail) چئبو آهي. اهو زمانو جڏهن دنيا برف سان ڍڪيل هئي ۽ دنيا ۾ ڪٿي به انساني آباديءَ جا آثار نه هئا. جاگرافيائي اصطلاح ۾ اهو دور "برفاني دور" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي.



**برف باري**: برف جو مينهن ۽ عام مينهن ساڳئي نموني وسن ٿا. ٻنهي ۾ فرق اهو آهي ته عام مينهن ۾ پاڻي وسي ٿو ۽ برف واري مينهن ۾ برف (snow). پاڻيءَ جا ڦڙا جڏهن جمي ويندا آهن ته اهي پشمي گولن جي صورت ۾ ڌرتيءَ تي ڪرندا آهن آسمان مان برف جا ڳنڍيا وسن ته ان کي 'ڳڙو' چئبو آهي.



ڪڪر پاڻيءَ جي ننڍڙن ننڍڙن ذرن مان ٺهن ٿا ۽ اهي ذرا ڏهه کان ٻارهن فارن هائيٽ جي پد تي جمي ويندا آهن ۽ پوءِ برف جيان وسڻ لڳندا آهن سنڌ ۾ برف باري (snow fall) ڪونه ٿئي، البت ڳڙوپوندو آهي. جڏهن ته پاڪستان جي ڪجهه اترئين علائقن، ڪشمير، ڪوهه مري کان علاوه بلوچستان جي زيارت ۽ ڪوئيٽا ۾ پڻ ڪڏهن ڪڏهن برفباري ٿئي ٿي.

**برفاني دؤر** (Ice age): موجوده وقت جي سائنسدانن ۽ ارضيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار برفاني دؤر اچي چڪا آهن. هر دؤر سراسري طور اڍائي لک سال هليو جنهن ۾ هڪ لک سال تمام ٿڌي ۽ هڪ لک سال معتدل موسم هوندي هئي. انهن دؤرن ۾ ڌرتيءَ تي ڪئين ميل ٿلها برف جا تهه چڙهي ويندا هئا. سائنسدان پهرين برفاني دؤر واري زماني کي 10 لک سال اڳ ڪري ٿا ڄاڻائين. برفاني دؤر جو آخري واقعو اڄ کان 11 هزار سال اڳ تي گذريل ٻڌايو وڃي ٿو ان کان پوءِ گرم وقفي وارو دؤر هلي رهيو آهي، پر ماهرن جو خيال آهي ته هڪ وڌيڪ برفاني دؤر اچڻو آهي.

ارتقا جي ماهرن انهيءَ زماني کي "پليسٽوسين زمانو "Pleistocene Epoch" يعني انسان جو زمانو ڪري سڏيو آهي. انهيءَ زماني ۾ ڌرتيءَ تي تمام گهڻي برف باري ٿي هئي. ايتري قدر جو ڌرتيءَ جا چار حصا برف سان ڍڪجي ويندا هئا. ارتقا جا ماهرن پڻ سائنسدانن ۽ ارضيات جي ماهرن سان اتفاق ڪندي، قبول ٿا ڪن ته برف جي انهن دؤرن وچ ۾ گرم وقفا به ايندا رهندا هئا. جنهن ڪري برف رجي ويندي هئي. آبهوا ۾ فرق اچي ويندو هو ۽ اها قابل برداشت ٿي ويندي هئي. اهڙن برفاني دؤرن ۾ حيواناتي ۽ نباتاتي زندگي تمام گهڻي متاثر ٿيندي هئي. حيواناتي زندگيءَ ۾ اٿل پٿل ۽ لڏ پلاڻ شروع ٿي ويندي هئي. ان کان سواءِ ڪيترائي اوائلي ٿڃائتا جانور Mammals مري ويا.

برفاني دؤر جا ڪجهه آثار اتر آمريڪا، اتر يورپ، آئرلينڊ ۽ سئٽزرلينڊ ۽ ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ به نظر آيا آهن. آمريڪا جي جبلن جي ساخت ۽ ٻين نشانين مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ اهو علائقو برف جي تمام ٿلهن تهن سان ڍڪيل هوندو هو.

**بُرفَت**: 'برفت' هڪ وڏو قبيلو آهي، جنهن تي اهو نالو سندن ڏاڏي 'برفت'هڪ روايت موجب (ابوالفتح) تان پيو. جو چون ٿا ته ڄام عيسب جو پٽ هو. روايتي نسب نامي ۾، برفتن کي سمن ۾ شمار ڪيو ويو آهي، ڄام برفت جو شجرو هن طرح بيان ٿيل آهي: ڄام برفت پٽ ڄام عيسب پٽ ڄام هوٿي پٽ ڄام چنو پٽ ڄام هوٿي پٽ ڄام هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائڌڻ پٽ ڪاڪو پٽ سمو پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اڍو پٽ اوڍار پٽ نهڙيو پٽ نوتيار پٽ جد پٽ جودار پٽ سمو پٽ ڄادم. هڪ روايت موجب ابوالفتح (برفت) بلوچستان جي سردارن مان هو ۽ 'بارڻ' ۾ اچي نومڙين مان شادي ڪري، سندن سرداري حاصل ڪيائين. ڄام برفت جو اولاد "برفت" سڏجڻ لڳو. وقت گذرڻ سان ٻيا راڄ به

ساٿن پيڙا ٿيا ۽ اھڙيءَ طرح ’برفت‘ يا ’برفت ڪار‘ جو دائرو بہ وسيع ٿيڻ لڳو. نسب نامي جي ھڪ روايت گھڻن راڄن کي ’برفت‘ جي اولاد ۾ شمار ڪري ٿي. ھن روايت موجب جام برفت کي ڇھ پٽ ٿيا: ھمرڪ، ڪارو، ڏيڻ، موچي، ھمرڪو ۽ شاھو. ’ڪارو‘ جي اولاد مان ’عاقلاڻي‘ آھن. ڏيڻ جو اولاد ’ڏيڻاڻي‘ ٿيا. موچي جي اولاد مان ’موچيجا‘ آھن. ھميرڪو جي اولاد مان ’ھميرڪا‘ ٿيا، جيڪي پوءِ جوکين سان گڏيا. ’شاھو‘ جي اولاد مان ’شاھوڪ‘ ٿيا، جيڪي لس ٻيلي ۾ آباد آھن. جام برفت کانپوءِ پڳ جام ھمرڪ تي آئي، جنھن کي 9 پٽ ٿيا. وڏو جام مڙجوڪ ھو، جيڪو پوءِ پڳدار ٿيو ھو برفتن ۾ نالي وارو سردار ٿيو. ھن چوويھہ پاڙو (چوويھن علائقن جا سردار) پاڻ سان پيڙا ڪيا. ان جي وفات کان پوءِ پڳ سندس پٽ جام باديڻ (يعني بھاؤالدين) تي آئي. ان کان پوءِ سرداري سندس پٽ ”جام آري بَدو“ کي ملي. ’جام آري‘، ’جام بدو‘ جي نالي سان مشھور ٿيو. شايد ’بدو‘ ڪيس انھيءَ ڪري سڏيائون، جو ھو ’بَدَن‘ وانگر پھاڙن ۾ رھڻ لڳو ۽ اتان لشڪر وٺي سنڌ جي آباد ايراضيءَ کي ڦرڻ لڳو ۽ اھو اطلاع دھليءَ جي مغل بادشاھ وٽ پھتو تہ ڪانئس پڇا ٿي تہ ڇو ٿو ڦرلٽ ڪرين؟ چيائين لاچار گذران لاءِ ٿو ڪريان. انھيءَ تي ’سنڌوءَ واري ايراضي غالباً موجوده ڪوٽڙيءَ ۽ ٺٽي تعلقي جو چوٿون حصو ڪيس جاگير ٿي مليو. اتي جا بہ قبيلا شورا ۽ منو پسايا ساٿس پيڙا ٿيا ۽ اڄ تائين برفتن جا پاٽر آھن. ھن قبيلي جو وڏو جام برفت، جيڪو جام عيسب جو پٽ ھو. سال 720ھ/ 1320ع ۾ جام عيسب بن جام ھوٿي، جيڪو سنڌ جو سورھيہ ۽ ڏاتار سڏيو ويندو آھي، پنھنجي پيءُ کان ناراض ٿي پاڻ ۽ سندس ٻيا پاٽر برو چاوڙو ۽ پنڻ شورو ۽ چار ٻيا دوست بلوچستان ۾ وارد ٿيا. ان وقت بلوچستان جو راجا ”مرڪ“ حاڪم ھو. چون ٿا تہ ھي راجا ڏاڍو ظالم ھو. جام عيسب اتي جي رعايا کي ظالم راجا کان نجات ڏياري تہ انھن وري ڪٺي جام عيسب کي پنھنجو بادشاھ بنايو. جام عيسب پنھنجو وقت پورو ڪيو تہ ڪانئس پوءِ جام برفت حاڪم ٿيو. جام برفت کان پوءِ جام ھمرڪ پڳدار ٿيو. جام ھمرڪ کي پنج پٽ ٿيا، ھڪڙو ڪارو، جنھن جو اولاد، عاقلاڻي پاڙو، ھن وقت ڪوھستان لس ٻيلي ۾ رھي ٿو. ٻيو پٽ ڏڏر يا ڏوھر جنھن جو اولاد ڏوھر يا ڏڏر، جيڪي ھن وقت ڪرچات ڪوھستان ۾ رھن ٿا. ٽيون پٽ موچي جنھن جي اولاد موچيجا راڄ آھي، ڪوھستان ۾ رھندڙ آھن. چوٿون پٽ ھميرڪو جنھن جو اولاد ھميرڪا آھن. جيڪي ھن وقت پاڻ کي جوکيا سڏائين ٿا ۽ ملير ڪراچيءَ ۾ رھندڙ آھن. موسي پوٽا بہ ھميرڪي جو اولاد آھن، سي بہ ملير ڪراچيءَ ۾ رھن ٿا. پنجون شاھو، جنھن جو اولاد شاھوڪ آھن ۽ اُھي بہ لس ٻيلي ۾ رھندڙ آھن. ھمرڪ خان کي بہ ڇھو اولاد ٿيو، جن مان جام مرذوق پڳدار ٿيو ننڍو ڀاءُ مھندو خان ٿيو. جنھن جو پٽ حسن ٿيو. حسن کي وڏي تعداد ۾ اولاد ٿيو: ڀھريون نورو، جنھن جو اولاد نوري پوٽا حسناڻي راڄ آھن. ٻيو سينھوٽو، جنھن جو اولاد حسناڻي ۽ قلندراڻي، جيڪي بلوچستان ۾ رھندڙ آھن. ٽيون منڊڙو، جنھن جو اولاد ماندڙا آھن. ھي لس ٻيلي ۾ رھن ٿا. چوٿون سڄڻ، جنھن جو اولاد برياز قبيلو آھي، جيڪو مڪران بلوچستان ۾ رھي ٿو. جيڪي اتي بہ حملاڻي بزنجا سڏجن ٿا. جھڙوڪ سردار دين محمد خان، محمد علي خان ۽ سندس قبيلو بزنجا وڏي تعداد ۾ اتي موجود آھن. اھي سڀ نومڙئي قبيلي جي نسل مان آھن. پنجون موچي، جنھن جو اولاد اسحاق پوٽا ۽ حسناڻي بارڻ ڪوھستان ۾ رھن ٿا. جام مرذوق وڏي ھشمت ۽ دٻدٻي وارو ٿي گذريو آھي. ھن حاڪم چوويھن پاٽرن کي پنھنجي زيراثر ڪيو. ھن صاحب جو قبضو مڪران ۽ اولھہ بلوچستان تي ھو. جام مرذوق کانپوءِ سندس پٽ جام باديڻ حاڪم ٿيو. جام باديڻ کان پوءِ سندس پٽ جام آري بدو تخت نشين ٿيو ھيءُ مغلن جو دور ٿو پائيجي. جام آري بدو جي دور ۾ سيوھڻ کان وٺي درياءَ جي ساڄي ڪپ تي، گاديءَ جو ھنڌ تونگ ھو جيڪو ڪوٽڙيءَ کان اسي نوي ميل اولھہ اتر ۾ آھي ۽ ھن وقت سنڌ جو حصو آھي. ھيءُ وڏي ھمت وارو ھو، جنھن مغلن سان وڙھي، تلوار جي زور سان جاگيرون ورتيون، جيڪي سيوھڻ کان وٺي ڪيٽي بندر تائين ھيون. سندس دور ۾ پالاري ۽ شورا، جيڪي ڪوٽڙيءَ ۽ ٺٽي جي آسپاس رھندا ھئا، سي ھن پنھنجي پائيجاريءَ ۾ شامل ڪيا. ھن سيوھڻ شھر ۾ مغلن جي دور ۾ ڦرلٽ ڪرائي ۽ مغلن جي لشڪر جي ڇانوڻيءَ تي حملو ڪري مال متاع ڪٺي ويو پوءِ وقت جي حاڪم ابوالقاسم، جيڪو ان وقت مغلن جو گورنر ھو وڏيءَ ڪوشش سان نومڙين جا ماڻھو گرفتار ڪيا ۽ پوءِ ضمانت تي آزاد ڪيا. جام آري بدو ھڪڙي درويش باريچي فقير جي سوال تي، دُريجيءَ جو علائقو جيڪو 150 چورس ميلن ۾ پکڙيل ھو باريچي ذات کي بخشي ڏنو جيڪو پوءِ ”پوتاڻي“ ۽ ”چٽل“ قبيلي کانئن کسيو ھن وقت اھو علائقو لس ٻيلي ۽ بلوچستان جو حصو آھي. مغلن ۽ ارغونن جي دور ۾ نومڙيا واپار ڪندا ھئا. سامان جا ھزارين اُٺ سيوھڻ شھر ۾ وڪڻندا ھئا ۽ سيوھڻ سندن واپاري مرڪز ھو مطلب تہ ھيءُ قبيلو فطري طور امن پسند ھو، پر جڏھن ڪنھن بادشاھ يا قبيلي ڪين تنگ ٿي ڪيو تہ پوءِ مڙس ٿي منھن ڏيندا ھئا. ھن ئي دور ۾ بروھي قبيلي، تَونگ جي جام آري بدو تي حملو ڪيو ۽ چيائون تہ ”حميرڪيون ٿا ڪاھيو ھلون.“ مطلب تہ نومڙين جون گھوڙيون ٿا ڪاھڻ ھلون. جنگ لڳي، جنھن ۾ بروھين شڪست کاڌي ۽ جيڪي بچيا سي لاش ڇڏي ڀاڄ ڪائي ويا ۽ سندن سردار بہ ھن ئي جنگ ۾ مارجي ويو، جنھن ۾ بہ لاش ڇڏي ويا. جنھن ماڳ تي جنگ لڳي، انھيءَ برساتي ڏوري کي اڄ تائين ”جنگ جو ڏورو“ سڏيو ويندو آھي. اڪبر بادشاھ جي ڏينھن ۾ سنڌ جا صوبيدار ملڪ تي ڪو توجھ ڪونہ ڏيندا ھئا، ملڪ ۾ ڦرلٽ جام ھوندي ھئي. ڪوھستان ۾ ’بارڻ‘ جو علائقو برفتن کسي، پاڻ کي حاڪم سڏايو. جام آري بدو کان پوءِ سندس وڏو پٽ ’جام لھار‘ پڳدار ٿيو جيڪو سخي ۽ درويش ھو ھڪ دفعي جام لھار جي پٽن، چاچي حمل جو اُٺ تير ڪمان سان ماري وڌو، جنھن تي جام حمل پنھنجي ڀاءُ جام لھار کي چيو تہ ”ادا! تنھنجا پٽ تنھنجي ھوندي ئي پنھنجي چاچي سان اھڙي بيواجبي ھلت ڪندا تہ سياڻي اسان ۽ راڄن سان خبر ناھي تہ ڪھڙو ويل ڪندا!“ تنھن تي جام لھار، راڄ، پاٽر ۽ پٽ سڏائي، انھن کي چيو تہ ”حڪومت خدا جي امانت آھي، تنھن ڪري آءٌ پنھنجي حياتيءَ ۾ ئي پاٽرن کي راڄ ڀاڳ ورھائي ٿو ڏيان.“ پوءِ پنھنجن پٽن ۽ پاٽرن کي سڏائي اڌ راڄ حمل کي ۽ اڌ راڄ ٻاھپڙي کي ورھائي ڏنائين. ان وقت کان وٺي ھن خاندان ۾ ٻہ سرداريون ٿيون. باقي جام لھار گوشي نشيني اختيار ڪئي. پنھنجن پٽن کي تونگ جاگير ڏنائين، جنھن ۾ ھڪڙو چشمو آھي، ان تي اڄ بہ سوين ايڪڙ آباديءَ ٿيندي آھي. بلوچستان ۾ ”مردوئي“ قبيلو رھندڙ آھي، سو بہ نومڙئي نسل مان ۽ جام بھاؤالدين يا جام باديڻ جي اولاد مان آھي. ھيءُ قبيلو شاھ نورانيءَ جي آسپاس وڏي تعداد ۾ رھندو آھي. جام حمل کان پوءِ سندس وڏو پٽ جام مرذوق ٻيو پڳدار ٿيو، جيڪو پنھنجن وڏن وانگر سگھارو حاڪم ٿي گذريو آھي. ھن پنھنجي علائقي کي ڪڇھ وڌايو ۽ اتي انھن راڄن جا چڱا مڙس مقرر ڪري، اھي علائقا انھن جي ئي حوالي ڪيا، جيئن نال وارا بزنجا ۽ مڪران ۾ حسناڻي ۽ مردوئي وغيره. جام حمل جا ٻيا پٽ (1) اوٺمان ۽ (2) چاڳلو ھئا. اوٺمان جو اولاد ولپداد خان، حاجي خان، سديو خان، ديگي خان،

اوٿمان جو اولاد وڌ نال ۾ رهي ٿو. جيڪي "ساسولي" ۽ "هوٿمان زئي" سڏائجن ٿا. ڪجهه ٻارڻ ۾ به رهن ٿا. حاجي خان جو اولاد به ٻارڻ ۾ وڏنال ۾ رهي ٿو. جيڪي پاڻ کي "حملاڻي" سڏائين ٿا. ديگي خان جو اولاد ٻارڻ ۾ رهندڙ آهي ۽ چاڳلي جو اولاد به ٻارڻ ۾ رهي ٿو. جيڪي پاڻ کي "چاڳلي پوٽا" سڏائين ٿا. ڄام مرذوق کان پوءِ سندس پٽ ڄام ڪيئو خان حاڪم ٿيو. جنهن جو اولاد "ڪيئي پوٽا" سڏائين ٿا. اهي ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ڄام ڪيئي کان پوءِ ڄام مرذوق ٻيون پڳدار ٿيو. ان کان پوءِ ڄام مريد پڳدار ٿيو. ڄام مريد خان کان پوءِ ڄام ڪانيو پڳدار ٿيو. هيءُ وڏو سگهارو حاڪم ٿيو جنهن ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ مغلن کي گهڻو نقصان رسايو. ڄام ڪانيوءَ کي گرفتار ڪري دهليءَ موڪليو ويو. جتي مغل بادشاهه ڪيس جاگيرون ڏنيون ۽ "ملڪ" جو خطاب ڏنو. ان کان پوءِ نومڙئي قبيلي جي سردار کي "ملڪ" سڏيو ويندو آهي. جيڪو اڄ تائين هلندو ٿو اچي. ڄام ڪانيوءَ کان پوءِ ملڪ نورالدين پڳدار ٿيو. ملڪ نورالدين کان پوءِ ملڪ پاهڙ پڳدار ٿيو. ملڪ پاهڙ ڪلهوڙن جي اوائلي دور ۾ هو. هيءُ به جرئت وارو حاڪم هو. جيڪو شب خون هڻي مغلن کي ڦري ماري هليو ويندو هو. هڪ دفعي ٺٽي جي صوبيدار نواب الف خان کي ماري وڌائين. ان وقت مغل حڪومت زوال پذير هئي، تنهن ڪري ملڪ پاهڙ کي اڃا به وڌيون جاگيرون ڏيئي راضي ڪيو ويو. ابراهيم گونگو، جيڪو "لس" جو حاڪم هو ۽ ملڪ پاهڙ جي گهر ۾ سندس ڀيڻ هئي، انهيءَ جي قتل ٿيڻ تي ويرونڻ لاءِ، ملڪ پاهڙ ٻارڻ کان ڏهه هزار لشڪر وٺي لس تي ڪاهه ڪئي ۽ لس کي فتح ڪيو. تنهن وقت ۾ جهالاوان ۽ سراوان، خان قلات جي اثر هيٺ هئا. خان قلات، ملڪ پاهڙ کي پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ڏنو. ملڪ پاهڙ، لس ٻيلو فتح ڪرڻ کان پوءِ يارمحمد ڪلهوڙي جي حدن ۾ وڌڻ شروع ڪيو. جنهن تي ملڪ پاهڙ ۽ ميان يارمحمد جي وچ ۾ 1117هه/1705ع ۾ جنگ لڳي. ملڪ پاهڙ هاريو. لس ٻيلي تي ملڪ پاهڙ سڄا سارا پنجاهه سال حڪومت ڪئي. سندس وفات کان پوءِ سندس صغير پٽ ملڪ عزت خان، حاڪم بڻيو. جنهن جي نگراني ملڪ پاهڙ جي گهرواريءَ "ٻيبي چاڳلي" ڪئي ۽ حڪومت هلائي. ملڪ پاهڙ جو مقبرو لس ٻيلي ۾ "ٽيهاريءَ" جي مقام ۾ موجود آهي. ملڪ پاهڙ جي گهرواري تمام داناءُ ۽ بردبار هئي، جنهن لس ٻيلي تي چڱي حڪومت هلائي. ملڪ پاهڙ 1742ع ۾ وفات ڪئي. ٻيبي چاڳليءَ 1766ع تائين حڪومت ڪئي. پوءِ خان قلات ۽ ڄاموٽن جي سازش ڪري لس کي ڇڏي "ڪنگوري" تي اچي رهي. ڪنگورو شاهه نورانيءَ کان اُتر ۾ آهي. اُن وقت ۾ ڄام عاليءَ جو پاءُ، رونجها قبيلي جي ماڻهن، ناگن ديهه تي قتل ڪيو. جنهن بعد عالي، جيڪو پوءِ ڄام عاليءَ جي نالي سان لس جو حاڪم ٿيو. تنهن ٻيبي چاڳليءَ کي رونجهن جي خلاف داتهن ڏني، پر انصاف ڪونه ٿيو. جنهن تي خان قلات کي اڌ لس ڏيڻ جي واعدي تي مخالفت شروع ڪيائون. نيٺ ٻيبيءَ صاحبه ڪنگوري کي ڇڏي، ڪوٽڙي شهر ٻڌي، اتي هميشه لاءِ سڪونت اختيار ڪئي. جڏهن ملڪ پاهڙ حيات هو ته عالي خان وارا روز سلام تي ايندا هئا، پر جڏهن برفتن جي سرداري ختم ٿي ۽ ڄاموٽن جي حڪومت شروع ٿي، تڏهن ملڪ عزت خان به جوان ٿيو ۽ خان قلات کان سڱ جي گهر ڪري شادي ڪيائين. ملڪ عزت خان به زور پريو حاڪم ٿي اُڀريو. بروهي قبيلي، جيڪو ٽونگ تي حملو ڪيو هو ۽ شڪست کاڌي هئي، ان کان سواءِ جوکيا، ڄاموٽ ۽ ٻيا بلوچستان جي اولهه وارا قبيلا، نومڙين جي طاقت تي خار ڪائيندا هئا، تن ملڪ پاهڙ جي وفات کان پوءِ گڏ ٿي لس ۽ اونگر واري جنگ ۾ بدلا چڪايا. اونگر واري جنگ ۾ خان قلات جو لشڪر مينگلن جو لشڪر، ڄاموٽن جو لشڪر، جوکيا، جاکرا ۽ ٻيا اهي قبيلا، جيڪي نومڙين سان نه پڄندا هئا، تن کي به چڱو وجهه مليو ويو سو بنااطلاع جي ڪوٽڙيءَ ۽ جهرڪن جي وچ واري ڳوٺ "اونگر" تي حملو ڪيائون، جتي ملڪ عزت خان جي جاگير هئي. ڄام عالي خان پنج هزار لشڪر سان جيئن اتي پهتو ته ان وقت جاگير جي آسپاس هڪ سؤ ويهن نگهبان ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪوبه ماڻهو نه هو. شورا ذات اتان ويجهي هئي، جيڪا به نومڙئي سردار جو راڄ هئي، انهن به غداري ڪئي ۽ مدد لاءِ نه آيا. ڄام عاليءَ، اتي جي اڳواڻ درياخان بادلاڻيءَ کي گهرائي چيو ته "اوهين 140 ماڻهو پنجن هزارن ماڻهن سان وڙهي نه سگهندا، تنهن ڪري اوهين چپ ڪيو ويٺا هجو اسين صرف زمين تان پير گهمائي ٿا وڃون ۽ پنهنجي لشڪر جو ڏاڪو ٿا ڄمايون." پر درياءَ خان چيو ته "ادا، اسان جو سردار نه آيو آهي، تيستائين اسين اوهان کي جاگير جو سنگ به ڪٽڻ نه ڏينداسين. اسان جي لاشن مٿان لنگهي پوءِ وڃي سگهو ٿا." بهرحال جنگ لڳي، ۽ هنن سورهين وڙهي سرڏنو، پر ڪين اڳتي وڌڻ نه ڏنو.

ملڪ عزت خان 1782ع ۾ هالاڻيءَ واري جنگ ۾ شهيد ٿيو. سندس مقبرو ڪوٽڙي شهر جي پرسان آهي، جيڪو سندس والده ٻيبي چاڳليءَ ٺهرايو هو. چون ٿا ته هن مقبري جو چڻ اُٺين جي کير سان گڏايو ويو هو. ملڪ عزت خان کان پوءِ سندس پٽ ملڪ صوبدار خان حاڪم ٿيو. اونگر واري جنگ کان پوءِ جوکين ملير ڇڏي وڃي بلوچستان جي حد ۾ "ٽنيان ڊوري" وٽ پڙاءُ وڌو. نومڙيا اتي ڪاهي ويا. جوکين نياڻي ميڙ ڪئي، پر نومڙين نه مڃيو. آخر جنگ لڳي، جنهن ۾ ملڪ صوبدار شهيد ٿيو؛ هي لشڪر وٺي ڀاڄ ڪاڍي. صوبدار جو مقبرو زبون حالت ۾ ۾ موجود آهي. ان کان پوءِ ملڪ احمد خان حاڪم ٿيو. هن ميرن ۽ ڄام ميرخان، لس جي حاڪم سان، مائٽي ڪئي. انهيءَ دور ۾ انگريز سنڌ تي چڱيءَ طرح سان قابض ٿي چڪا هئا. سنڌ ۾ سيٺ نائون مل ۽ خواجن جو پير ميرن جي حڪومت جا مخالف هئا. تنهن وقت ۾ جهرڪن جي شهر جي آبادي چڱي هئي ۽ خواجن جو تعداد به گهڻو هوندو هو. هڪڙي دفعي خواجن جي پير جي جهرڪن ۾ منزل هئي. ملڪ احمد خان پنهنجي راڄ جي پاڙي ۾ شورن ۽ برفتن کي حڪم ڪيو ته جهرڪن تي حملو ڪريو. حڪم جي دير هئي. سڄو شهر ڦري لٽي هليا ويا. انهيءَ کان پوءِ شهر جا ڪيترائي خواجا واپاري لڏي وڃي ڪراچيءَ ۾ رهيا. انهيءَ کان پوءِ ٽن سردارن ملڪ احمد خان، ڄام مهر عليءَ ۽ ملڪ ابراهيم انگريزن جي ڇانوڻيءَ تي حملي جا سانباها ڪيا. هرهڪ سردار پاڻ سان هزار هزار سوار وٺي ڪراچيءَ کي ويجهو "منگهي پير" تي ڇانوڻي هنئي، پر ڪن ماڻهن انگريز آفيسرن کي وڃي ٻڌايو. جنهن ڪري سردارن جي مهم ناڪام وئي ۽ شب خون هڻي نه سگهيا. تان جو ميرن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. ملڪ احمد خان وڏيءَ عمر ۾ گذاري ويو ۽ پويان به پٽ ملڪ پاهڙ ۽ ملڪ عزت خان ڇڏي ويو. هڪ نياڻي ۽ سندس وڏو پٽ صوبدار خان سندس حياتيءَ ۾ گذاري ويو. جنهن ڄام ميرخان جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي هئي. وفات کان پوءِ ملڪ سردار خان صغير ڇڏي ويو، جيڪو پنهنجي ناني ڄام ميرخان وٽ "لس" ۾ رهندو هو اهو وڏو ٿيو ته پڳ ٻڌائي راڄ ڀاڳ ان جي حوالي ڪيو ويو. ڪوهيار واري جنگ، جيڪا خان قلات ۽ ڄام عالي خان جي وچ ۾ لڳي، ان ۾ ملڪ سردار خان، برٽش حڪومت کان وڏو لشڪر وٺي، ڄام ميرخان جي مدد ڪئي. برٽش حڪومت ان ڳالهه تي اعتراض ڪيو ۽ ملڪ سردار خان جي چرپر تي پابندي وجهي ڇڏي، جيڪا ويهه سال هلي. ان دوران ملڪ سردار خان ڪوٽڙيءَ کان ٻاهر ڪيڏانهن به نٿي وڃي سگهيو آخر ملڪ سردار خان تان اها پابندي لٿي. ملڪ

سردار ڪان پوءِ سندس وڏو پٽ ملڪ صوبدار ٽيون پڳدار ٿيو. ملڪ سردار خان کي ٻه پٽ ٻيا به هئا، ملڪ شيردل خان ۽ ملڪ شاهنواز خان. اهي سيئي پائر برٽش حڪومت ۾ اعليٰ پوليس آفيسر ٿي رهيا. ملڪ صوبدار خان پنهنجي دور ۾ راڄ پاڳ جي وڏي مدد ڪندو هو. 1919ع واري بيماريءَ ۾ ملڪ صاحب پاڻ گهوڙي تي چڙهي ماڻهن ۾ دوائون ورهائڻ ويندو هو. ان ڪان سواءِ سخاوت ۾ به پنهنجو نالو ڇڏيائين. 1922ع ڌاري وفات ڪيائين.

ملڪ صوبدار خان جي مرڻ ڪان پوءِ پڳ سندس وڏي پٽ ملڪ سردار خان تي آئي. چئني پائرن پوٽاڻي خاندان مان شاديون ڪيون، جيڪي سردار امير علي خان پوٽاڻيءَ جون ڀينرون هيون. پوٽاڻي خاندان ضلعي لس ٻيلي جي علائقي دريجيءَ ۾ رهندڙ آهن. پاڻ کي سومرا چوائين ٿا ۽ سندس راڄ پاڳ کي سماٽ ۾ شمار ڪن ٿا. قلات جي خاندان سان ناسازيءَ ڪري حيدرآباد ۾ گنجي ٽڪر جي آسپاس رهيا ۽ ڪجهه وقت ڪان پوءِ دريجي ساروٽو باريجا قبيلي ڪان ڪسي پاڻ قابض ٿيا، جتي اڄ تائين رهندا اچن. ملڪ سردار خان، درويشي طبيعت جو سادو سودو ماڻهو هو جنهنڪري راڄ پاڳ جي ذميداري سندس وڏي پٽ ملڪ سڪندر خان پنهنجي هٿ وس ڪئي. منجهس گهڻيون خوبيون هيون. صوبائي اسيمبليءَ ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊبو رهيو. هن هر دلعزيز شخصيت جي مالڪ 1983ع ۾ وفات ڪئي. هن وقت هن خاندان مان ملڪ اسد سڪندر پڳدار آهي. جيڪو پڻ سياست ۾ سرگرم آهي.

**برفت ڪئلينڊر:** ڪوهڙيءَ جي رهاڪو محمد هارون برفت، برفت قبيلي لاءِ جدا ڪئلينڊر ترتيب ڏنو آهي. شروعات ۾ دنيا اندر هلندڙ مشهور ڪئلينڊرن جو ذڪر ڪيو اٿس. اڳ ۾ ڪئلينڊر روايتي انداز ۾ ٺهندا هئا، يعني انهن ۾ ضرب، ونڊ، ڪٽ سان گڏوگڏ ليپ سال جو به حساب رکڻو پيو ٿي. سندس دعويٰ آهي ته هن انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکي برفت ڪئلينڊر کي نهايت آسان طريقي سان تيار ڪيو آهي ۽ خصوصيت اها آهي ته هيءُ ڪئلينڊر دنيا جو واحد ڊگهي ۾ ڊگهو ڪئلينڊر آهي، جيڪو 70000 (ستر هزار) سالن جي لاءِ ڪارآمد آهي.

**برفت ڪئلينڊر کي سمجهڻ لاءِ ضروري اشارا:** هن کي پنجن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين نمبر حصي ۾ 49 خانا آهن. هر خاني ۾ 14 يا 15 صديون درج آهن، يعني هر دائري ۾ 5 ڪان 10 سال آندل آهن. حصي نمبر ٻئي ۾ صدين جا وچولا سال آهن. هر صديءَ جي هيٺان چاڻايل سال ۽ نمبر چاڻايل آهن. حصي ٽئين ۾ ٻارهن مهينن سان گڏوگڏ هر مهيني جي هيٺئين پاسي قطار ۾ 28 خانا ٺهيل آهن، جنهن جي لائين مطابق انگ درج ٿيل آهن، جن کي گهربل تاريخ ۾ جمع ڪيو ويندو آهي. حصي چوٿين ۾ 1 ڪان 42 انگ لکيل آهن. ساڄي پاسي ڏينهن جي فهرست آهي، جيڪا آچر ڏينهن ڪان شروع ٿيندي آهي. هيءُ حصو پهرين جنوري 1753ع ڪان اڳڻ وارن سالن لاءِ ڪارآمد آهي. حصي نمبر 5 ۾ به 1 ڪان 42 تائين انگ ڏنل آهن. انهيءَ جي ساڄي پاسي ڏينهن جي فهرست آهي، جنهن جو آغاز ڇنڇر سان ٿيندو آهي. هيءُ حصو سال عيسويءَ ڪان 31 ڊسمبر 1752ع تائين ڪارآمد ٿيندو.

**برق:** بجلي. ڪنوڻ تفصيل لاءِ ڏسو "بجلي".

**برق آسماني، فرقہ رضاخاني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي محمد اڪرم جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 16 صفحا آهن. قيمت ۽ سال ڄاڻايل ناهي. ڇاپو پهريون، حافظ عبدالملڪ، ڪراچيءَ ليٿو پرنٽنگ پريس، مان ڇپايو.

**بُرقعو:** زالن جي پردي ڪرڻ لاءِ هڪ خاص قسم جو سبيل پوش، جيڪو عام لباس جي مٿان پائجي ٿو جنهن سان سڄو بدن ڍڪجي ويندو آهي. هونءَ ته سنڌ هڪ زرعي خطو آهي، جتي مرد ۽ عورتون ٻنين ۾ ڪم ڪن ۽ روايتي پردو ڪو نه ڪن، پر ٻاهران آيل حاڪم طبقن ۽ وسيل ماڻهن ۽ قبيلن پاڻ کي انهن محنت ڪش ماڻهن ۽ عام ماڻهن ڪان جدا 'خاص'، وڏ گهراڻو ۽ شرفاءَ منجهان ظاهر ڪرڻ لاءِ پنهنجين عورتن کي پردو ڪرايو ۽ ڏسندي ڏسندي اهو



رواج سنڌ ۾ پڻ پنجي ويو. ان ۾ هندو مسلمان جي ڪا به تفريق ڪا نه هئي، اڳي جيڪو به ماڻهو پاڻ کي انهن 'خاصن' منجهان چوائڻ چاهيندو هو اهو زالن کي پردو ڪرائيندو هو. گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ مهل اهڙيون مڪاني عورتون اڪڙي، گهونگهٽ ۽ ٻڪل ڪڍنديون هيون پر پوءِ منجهن برقعي جو رواج پيو. سنڌ ۾ برقعو ٻن قسمن جو ٿئي. هڪڙو پشوري برقعو جيڪو سنڌ ۾ محمود غزنويءَ واري دور ڪان رواج ۾ آيو اهو ٽوپيءَ وارو برقعو شرفاءَ ۽ وڏگهراڻيون عورتون، نامحرم مردن ڪان منهن لڪائڻ لاءِ پائينديون هيون. ويجهڙائي ۾ هي برقعو افغانستان ۽ پاڪستان جي قبائلي علائقن ۽ سرحد صوبي جي عورتن ۾ پردي جي نئين سر پابنديءَ سبب وري رواج ۾ آيو آهي. برقعي جو ٻيو نمونو "چادريءَ" وارو آهي. جيڪو ايراني چادر يا فرغل جي نموني تي ٺهيل هوندو آهي. ان ڪاري رنگ جي برقعي جا ٻه حصا ٿين. هڪڙو حصو ڳُلهن ڪان وٺي پيرن تائين ۽ ٻيو حصو مٿي ۽ منهن ڍڪڻ لاءِ، جنهن کي "رومالي" به چوندا آهن. 'رومالي' وارو برقعو هلڪو ۽ فيشني سڏبو آهي. سنڌ ۾ اهي ٻئي نمونا هلندڙ آهن، پر هاڻي گهٽو ٽڻو فيشني برقعي جو رواج وڌندو وڃي.

برقعو گهڻو ڪري اڇي ڪپڙي مان ٺهيل هوندو هو. جنهن ۾ پيرن تائين جسم ڍڪيل رهندو هو: فقط پير برقعي ڪان ٻاهر رهندا هئا، جن مٿان موزا يا جوراب پاتا هئا. اڪين واري هنڌ تي ڄاري ٺهيل هوندي آهي. برقعي جي مٿي واري هنڌ تي سُٽ مان ٺهيل مغيلي ڪنگرن سان ٽوپي پائڻ جو رواج هو. جيڪا برقعي سان ڳنڍيل هوندي آهي. برقعي تي سهڻائيءَ لاءِ گهير ۾ پليٽيون هڻندا آهن.

برقعو هڪ سماجي طبقاتي اهڃاڻ به آهي. اڳوڪي دور ۾ به جيڪو ڳوٺاڻو پنهنجي ڳوٺ يا ٻهراڙيءَ ۾ زالن کي پردو ڪو نه ڪرائي، سو جي شهر ۾ اچي رهندو، سماجي طور ڪجهه مٿيرو ٿيندو ته انهن کي پردو ڪرائيندو. برقعو پارائيندو ۽ جيئن جيئن معاشي طور ترقي ڪندو اچي برقعي مان چادريءَ کي اختيار ڪيو ويندو. وري تعليم ۽ اوچي طبقي ۾ شموليت ڪانپوءِ برقعو لهي ويندو. ائين سماجي طبقن موجب پردي جو تصور ڦرندو رهي ٿو.

صوفين جي اصطلاح موجب مراقبي ڪيڻ وقت مُنهن گوڏن تي رکي، مٿان سڄي جسم کي لڪائڻ يا ڍڪڻ جي چادر کي به برقعو چئبو آهي.

**برقعو مٿائڻ:** ڪنهن بزرگ هستيءَ جي وفات لاءِ ڪم ايندڙ هڪ اصطلاح.

**برڪاة الصلواة:** سنڌيءَ ۾ دورد پاڪ جو ڪامل ۽ مڪمل مجموعو "برڪاة الصلواة" مرحوم فقير محمد اسماعيل نقشبندي ٺٽويءَ جي تصنيف آهي. جيڪا سيد قمرالزمان شاهه صاحب نئين سر ڪيترن اضافن سان ترتيب ڏئي ڇپائي آهي. هيءَ ڪتاب سڀ کان پهرين مرحوم عبدالحسين وينجهر ڇپايو هو. ڪتاب جو ڏهون ڇاپو، 1997ع ۾ نيوگرين پرنٽرس، صدر حيدرآباد مان سيد واجد علي حسينيءَ ڇاپيو. ڪتاب جي ڊزائين ۽ ڪتابت فيض محمد سڪندري پتافيءَ جي آهي. ڊيمي سائيز جي 360 صفحن جي هن ڪتاب جو ڪوبه هديو رکيل نه آهي ۽ مفت ۾ تقسيم ٿيندو رهيو آهي.

**برڪاتي، مسعود احمد:** اديب، صحافي ۽ ايڊيٽر. راجپوتانا جي ٽونڪ رياست ۾ 15 آگسٽ 1933ع تي ڄائو. شاگرديءَ واري زماني کان لکڻ جو شوق ٿيس. 14 سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڏاڏي علامه حڪيم برڪات احمد جي نالي تي ماهوار رسالو 'البرڪات' جاري ڪيائين. اردو، فارسيءَ، عربيءَ ۽ طب جي تعليم دارالعلوم خليليه ۾ ۽ انگريزي تعليم گهر ۾ پنهنجي استاد کان ورتائين. 16 سالن جي عمر ۾ انجمن ترقي اردو ڪراچيءَ جي رسالي 'معاشيات' ۾ سلسليوار مضمون لکيا، جن کي باباءِ اردو ساراهيو. 1952ع کان همدرد فائونڊيشن سان لاڳاپيل آهي. 1953ع کان ٻارڙن جي مقبول رسالي "همدرد نونهال" جو چيف ايڊيٽر آهي. اردو ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ ۾ هيو ڪو اديب مسلسل اڌ صديءَ تائين تائين ٻارڙن جي ادب سان لاڳاپيل ۽ ٻارڙن جي رسالي جو ايڊيٽر نه رهيو آهي. اي. پي. اين. ايس (APNS) پاران 2 مارچ 1996ع تي برڪاتي صاحب کي پاڪستان جي سڀ کان سينيئر پروفيشنل ايڊيٽر جي حيثيت ۾ نشان سپاس پيش ڪيو ويو. برڪاتي صاحب ماهوار "همدرد صحت" جو ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر پڻ آهي. مختلف علمي، ادبي، سماجي ادارن ۽ انجمنن جي ميمبر هجڻ سان گڏوگڏ همدرد وقت جي ٽرسٽ ۽ پبليڪيشنز ڊويزن جو سينيئر ڊائريڪٽر آهي. اردو، فارسيءَ، عربيءَ ۽ انگريزيءَ سان گڏ روسي ٻولي به ڄاڻي ٿو. پرڏيهي ملڪن ۾ مختلف علمي ڪانفرنس ۽ سيمينارن ۾ شرڪت ۽ صدارت ڪري مقالا پڙهي چڪو آهي. ماهوار "عرفان" ڪراچي ۽ ماهوار "سائنسي دنيا" جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر به رهيو آهي. يونيسڪو جي ماهوار "ڪوريئر" جي اردو حصي "پيامي" جو سهڪاري ايڊيٽر رهيو آهي. ملڪ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ برڪاتي صاحب جا جيڪي علمي، تحقيقي، ادبي، نفسياتي ۽ سوانحي مضمون شايع ٿي چڪا آهن، انهن جو ڳاڻيٽو بيشمار آهي. سندس قابل ذڪر تصنيفون، تاليفون ۽ ترجما هي آهن: 'جوهر قابل' (مولانا محمد علي جوهر جي ڪهاڻي ۽ ڪارناما)، 'صحت ڪي الف- بي' (حڪيم محمد سعيد جا طبي مشورا)، 'دو مسافر دو ملڪ' (اردوءَ ۾ ٻارڙن جو پهريون سفرنامو)، 'مونٽي ڪرسٽو ڪا نواب' (اليگزينڊر ڊوما جو ترجمو)، 'پياري سي پهاڙي لڙڪي' (ناول، ترجمو)، 'ايڪ ڪلا راز'، 'وه پي ڪيا دن ٿي'، (ترتيب)، 'هزارون خواهشين' (چارلس ڊڪنس جي ناول جو ترجمو)، 'صحت ڪي 99 نڪتي'، 'فرهنگ اصطلاحات طب' (نظرثاني)، 'چور پڪڙو' (مضمونن جو مجموعو)، 'تين بندوقچي' (ترجمو)، 'سعيد پاري' (ترتيب) ۽ 'مرد درويش' (ترتيب).



**بَرَڪت:** برڪت جي معنيٰ گهٽائي، جهجهائي، نعمت جي گهڻائي، سياڳ آهي. دڪاندار تور ڪرڻ وقت پهرئين ڏڙي کي "هڪ" جي بدران "برڪت" يا 'برڪ' چوندا آهن. "برڪت"، جنس ۾ واڌ اچڻ لاءِ دعائيه لفظ آهي، جيڪو گهڻو ڪري ڏڙوائي، دڪاندار يا ڪنهن جنس جي ڏيتي ليتي ڪرڻ وارو ڪم آڻيندو آهي. اهو لفظ هڪ هزار سالن کان به اڳ سنڌ ۾ استعمال ٿيندو هو جيئن البيرونيءَ پنهنجي تصنيف "ڪتاب الهند" ۾ لکيو آهي ته سنڌ ۾ ڳاڻيٽي ڪرڻ وقت "هڪ" جي بدران چوندا آهن "برڪت" ۽ پوءِ ٻه، ٽي، چار وغيره.

**برڪت بلوچ:** شاعر ۽ نثرنگار برڪت بلوچ، 1953ع ڌاري خيرپور ضلعي جي ڳوٺ "جاني ٻرڙي" (تعلقو ڪوٽڏجي) ۾ ڄائو ادبي دنيا ۾ پاڻ کي شاعر ۽ نثرنگار جي حيثيت ۾ متعارف ڪرايائين. سندس اڻ ڇپيل تصنيفن ۾ "شيشي جو گهر" (شاعري)، ۽ "ادبي اصلاحات جي لغت" (نثر) شامل آهن. هن وقت شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ سنڌي شعبي ۾ استاد آهي.

**برڪت علي آزاد، ڪامريڊ:** (ڏسو: آزاد برڪت علي)

**برڪت علي پٽ:** برڪت علي پٽ، سنڌ جو مقبول عوامي فنڪار آهي، هن 18 آگسٽ 1960ع ڌاري سکر ۾ جنم ورتو هيءَ سنڌ جي مشهور فنڪار رسول بخش پٽ جو فرزند آهي. برڪت راڳ جي پهرين سکيا پنهنجي والد کان ورتي ۽ ان فن ۾ اهو سندس پهريون استاد آهي. ان کان پوءِ هن جڳ مشهور غزل گائڪ استاد غلام عليءَ کان سکيا ورتي. برڪت پٽ منفرد ۽ ناميارو فنڪار آهي. هن سنڌي صوفي ڪافي ڪلامن کان سواءِ گيت ۽ سنڌي اردو غزل به تمام سٺا ڳايا آهن. اسٽيج تي ٻڌندڙن کي موهي وجهندو آهي. 1980ع کان ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ڳائڻ شروع ڪيائين. هن وقت ريڊيو ۽ ٽي. وي سان گڏ مختلف سنڌي چينلن تي غزل ۽ ڪافيون ڳائيندو آهي. سندس منو سؤ (75) کن ڪئسيٽون ۽ سي ڊيون مارڪيٽ ۾ موجود آهن. هن صوفي درويشن جي درگاهن کان وٺي فائيو اسٽار هوٽلن ۾ به ڳايو آهي. کيس ڪيترائي اوارڊ مليل چڪا آهن. تازو 3 مئي 2009ع تي اکل پارت سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت سڀا پاران کيس جئپور (انڊيا) ۾ "سنڌي فنڪار اوارڊ" (25 هزار رپين سميت) ڏنو ويو ان موقعي تي "سنڌ جي سنڌي ادب" تي محترم ولي رام ولڀ کي به اوارڊ ڏنو ويو هو.



**برڪت علي خان:** استاد ٺمري انگ ۾ غزل ڳائڻ جو باني فنڪار هو. متحده هندستان ۾ ٺمري انگ ۾ غزل ڳائڻ جو سلسلو استاد برڪت علي خان کان شروع ٿيو. پاڻ قصور ۾ سال 1910ع ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق پٽيالا گهراڻي سان هو. پاڻ علي بخش خان جو پٽ ۽ استاد بڙي غلام علي خان جو ننڍو ڀاءُ هو.



استاد برڪت علي خان راڳداريءَ ۾ ابتدا پڪي راڳ ڳائڻ سان ڪئي. سندس پرسوز آواز هلڪي ڦلڪي گائڪيءَ لاءِ وڌيڪ موزون هجڻ ڪري استاد پاڻ کي ٺمري، دادرا، ڪافي، غزل ۽ گيت ڳائڻ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو. پاڻ پنهنجي پيءُ علي بخش خان جو شاگرد هو. 40 واري ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾

سندس غزل ۽ هلڪي ڦلڪي گائڪيءَ جي شهرت ديسان ديس پهچي چڪي هئي. چراغ حسرت حسرت جي شاعريءَ ۾ سندس ڳايل هڪ اردو ماهيي ۾ عجيب قسم جي تڙپ ۽ پڪار آهي.

باغون مين پڙي جهولي، هم تم ڪو نهين ڀولي"

استاد برڪت علي خان شادي ڪا نہ ڪئي. سندس انتقال لاهور ۾ سال 1963ع ۾ ٿيو. کيس لاهور ۾ دفن ڪيو ويو. سندس شاگردن ۾ علي بخش، ظهور ۽ غلام علي ڪافي مشهور آهن.

**برڪت علي چوهاڻ:** برڪت علي چوهاڻ ولد حيدربخش چوهاڻ 20 اپريل 1938ع تي سيلاوٽ پاڙي حيدرآباد ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم پنهنجي گهران حاصل ڪئي. نورمحمد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪيائين. ان ڪانپوءِ ڊي. اي. اي (سول) ۾ ٽيڪنيڪي سَند حاصل ڪيائين. 10 سيپٽمبر 1965ع تي شادي ڪيائين، جنهن مان هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ٿيس. سنڌي، انگريزي، اردو، ڍاٽڪي، جيسلميري، راجستاني، گجراتي ۽ پنجابي ٻولين جو وڏو ڄاڻو آهي. پنهنجي پيشي جي لحاظ سان هڪ سٺو انجنيئر آهي، هن سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن خصوصاً حيدرآباد کي پنهنجي ماهرانہ صلاحيتن سان اڏاوت جي ميدان ۾ اسپتالن، اسڪولن، بنگلن ۽ ٻين رهائشي توڙي ڪمرشل جاين جا نقشا جوڙي، رونق بخشي آهي. ڪيترن ئي غيرسرڪاري فلاحي ادارن سان بہ سندس تعلق رهيو آهي. هن جي ڪوشش سان صحافي ڪالوني ۽ لطيف آباد ۾ ٻارن لاءِ "پلي پارڪ" ۽ پاڪستان نئشنل سينٽر ۾ ٻارن لاءِ لائبرري قائم ڪئي وئي آهي. هي پنهنجي فلاحي مشن ۾ اڳڀرو ئي رهيو آهي. هن وقت صحافي ڪالوني حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.



**برڪت علي خان سگهڙ:** برڪت علي خان ولد غلام حيدر خان جلالاڻي، 1952ع ۾ ضلعي سانگهڙ جي ڳوٺ ساڌوٽيءَ ۾ ڄائو. پرائمريءَ جا پنج درجا پڙهي دڪانداريءَ واري ڌنڌي سان لڳو. ڏور ۽ ڳجهارت جي فن جو سگهڙ آهي.

**برڪلي:** بشپ برڪلي آئرلئنڊ جو رهاڪو هو. 12 مارچ 1685ع تي آئرلئنڊ ۾ ڪلڪيني (Kilkenny) لڳ هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. هن پنهنجي فلسفي جو آغاز لاڪ جي نظرين تي تنقيد سان ڪيو. هن جو چوڻ هو تہ جيڪڏهن تجربو اسان جي علم جو بنياد آهي، تہ پوءِ ان جو مطلب ٿيندو "To be is to be perceived" يعني "ڪنهن شيءِ جي وجود جو دارومدار ان ڳالھ تي آهي تہ اسان کي ان جو ادراڪ ٿي رهيو آهي يا نہ". ٻين لفظن ۾ هن اهو چوڻ ٿي چاهيو تہ مادي جو جدا ڪو وجود ڪونهي ۽ مادو اسان جي شعور يا ذهن جو مرهون منت آهي. جڏهن تہ برڪلي شين جي الڳ وجود جو انڪار ڪونہ ڪيو آهي، هڪ لحاظ کان هو شين جي وجود جو قائل آهي، پر انهن جي مادي وجود کي نٿو مڃي. هو صاف صاف چوي ٿو تہ انهن جي وجود جو دارومدار اسان جي ذهن يا شعور تي آهي؛ يعني جيستائين ڪو ذهن شيءِ جو ادراڪ ڪري رهيو آهي، تيستائين اهي شيون موجود آهن. ليڪن پوءِ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ جيڪڏهن ڪنهن ڪمري ۾ ماڻهو موجود نہ آهي تہ ڇا ان ڪمري ۾ رکيل سڀ شيون غائب ٿي وينديون. ان جي جواب ۾ برڪلي جو چوڻ آهي تہ خدا جي ذهن ۾ مادي جو وجود قائم رهي ٿو. تنهنڪري اهي مادي شيون اتي موجود آهن.

اهڙيءَ طرح برڪليماديت جي پنهنجي ليکي وجود واري تصور کي رد ڪري، موضوعي تصوريت يا داخلي آدرشيت (Subjective idealism) جو بنياد رکي ٿو. هن 14 جنوري 1753ع تي آڪسفورڊ، انگلنڊ ۾ وفات ڪئي.

**بَرڪَڻ:** اونهاري ۾ اتر- اولھ کنڊ کان لڳندڙ هوا، جيڪا تيز لڳندي تہ ٻيڙياتن ۽ ملاحن لاءِ نقصانڪار ٿيندي آهي ۽ انهيءَ هوا ۾ سنگن ۾ ٻيئل اَن پڻ مري ويندو آهي. عام طرح سنڌ ۾ هوا ٻن رُخن کان لڳندي آهي. سنڌ جي ڏاکڻي حصي يا لاڙ ۾، اونهاري ۾ ڏکڻ- الهندي کنڊ کان، سانوڻيءَ ۾ اوڀر کان (جيڪا مينهن آڻي) ۽ اُتر کان جهڪ ۽ مينهن آڻي، جنهن کي 'ٻڪروال' چوندا آهن. سياري جي مند ۾ سرُاتر ۽ اتر- اولھ کنڊ کان جيڪا سخت سيءَ آڻيندي آهي ۽ سَرُاتر واري هوا مِينهن آڻيندي آهي.

**بَرڪِي:** ڪپھ يا ڦٽين وجهڻ لاءِ وڏي ڳوڻ، جنهن کي 'ٻوجهو' بہ چوندا آهن. برڪي ٻن ڳوٽين کي سبي، ملائي، ٺاهيندا آهن. ڪپھ ۽ ڦٽيون هلڪي وزن واريون ٿين ٿيون، پر جاءِ گهڻي والارين ٿيون، تنهن ڪري ٻن يا ٽن ڳوٽين کي ملائي برڪي ٺاهيندا آهن.

**برگ گُل:** گُلابَ جي گُل جو پَنُ. شاعراڻي اصطلاح ۾ معشوق جا چَپَ ۽ ڳَلَ.

**برما:** ڏکڻ ايشيا جو آزاد ملڪ. سرڪاري نالو متحده ميانمار (Myanmar) اٿس. چار ڊويزنن ۽ ستن صوبن تي مشتمل هن ملڪ جي پکيڙ 678576 چورس ڪلوميٽر آهي. هن جي اتر ۾ چين، اوڀر ۾ ٿائيلئنڊ، اتر اولھ ۾ ڀارت ۽ اولھ ۾ بنگلاديش آهي. گاديءَ جو هنڌ "رنگون" ۽ مکيہ شهر "منڊلي" ۽ "پيگو" اٿس. هتي جي سرڪاري ٻولي "برميس" کان سواءِ ڪيترين ئي ٻين ٻولين بہ ڳالهايون وڃن ٿيون. سڪو "ڪيات" (Kyat) ۽ مذهب "ٻڌ" اٿس. هن جي اتر- اولھ ۾ ٻهاڙن جو ڏگهو سلسلو آهي. مکيہ درياءَ "اراودي"، "سالوين"، ۽ "ستانگ" آهن. اراودي درياءَ جي پڇاڙيءَ واري حصي کان هڪ وڏو ڊيلٽا ٺهي ٿو جيڪو 240 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي. هتي وڏي تعداد ۾ چانورن جي پوک ٿئي ٿي. نومبر ۽ اپريل جي مهينن ۾ گرمي، جڏهن تہ مئي ۽ سيپٽمبر ۾ برسات پوڻ سبب موسم خوشگوار هوندي آهي. 1100ع ۾ انوراٿا، برمين کي متحد ڪري "پاگن" شهر کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. قبلا خان 1287ع ۾ حملو ڪري برما کي ننڍين رياستن ۾ ٽوڙي ڇڏيو. جنهن کان پوءِ "تونگو" حڪمرانن اقتدار سنڀاليو. 1600ع ۾ هيءُ ملڪ برطانيہ جي قبضي هيٺ هو. جڏهن تہ ٻي مهاڀاري جنگ کان پوءِ جاپان جي تسلط هيٺ رهيو ۽ 1945ع ۾ مڪمل آزاد ٿيو. 1948ع ۾ اقوام متحده جو ميمبر ٿيو. پر ملڪ جون اندروني حالتون خراب هئڻ سبب جنرل ني ون، وزيراعظم يونو جي حڪومت کي ختم ڪري سمورا اختيار پنهنجي قبضي ۾ ڪيا. 1962ع ۾ يونو جي پارٽيءَ چونڊن ۾ وڏي اڪثريت سان ڪاميابي حاصل ڪئي. 1988ع ۾ ٻيو دفعو وزيراعظم يونو جي حڪومت کي ختم ڪري مارشل لا نافذ ڪئي وئي. جنرل ني ون، نئون آئين نافذ ڪري سمورين صنعتن کي سرڪاري قبضي ۾ ڪري ڇڏيو. هن ملڪ جي معيشت جو دارومدار زراعت تي آهي. مکيہ فصل چانور، ڪٽڪ، ڪمند، مڪائي ۽ تيلي ٻج آهن. ان کان سواءِ تيل، ڪوئلي، ٽن جي پٿر، جست، شيهي، قلعي، جپسم ۽ ٽامي جا وڏا ذخيرا موجود آهن. هتي تيل صاف ڪرڻ، دوائن ۽ ٻاڙ ٺاهڻ جا ڪارخانا پڻ وڏي تعداد ۾ موجود آهن.

**بَرما ٻوٽي:** پسارڪي وکر جو هڪ قسم. گاهہ جي هڪ قسم جو شُڪل پن، هڏي ۽ سبز رنگ جون ڪائيون.

**ٻَرمو:** سوراخ ڪڍڻ جو هڪ اوزار. ننڍي سيرائيءَ کي برمو چوندا آهن. هيءَ لوهه جو اوزار آهي، جيڪو بجليءَ جي زور تي هلندو آهي ۽ لوهه جي ٿلهيءَ چادر مان به پار ٿي ويندو آهي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ برمي سان زمين کوٽي، ان ۾ لوهي پائيپ وجهي، پاڻي ڪڍڻ لاءِ هئنڊ پمپ هڻندا آهن. ان هئنڊ پمپ کي به عام طرح "برمو" چوندا آهن.

**برندابَن/ بندرا بن:** ڀارت جي اولهه ۾ اترپرديش جو هڪ علائقو ۽ آبادي. هندن جي روايت موجب شري ڪرشن مهراج پنهنجي جواني هتي گذاري هئي. تنهن ڪري ڪرشن مهراج جي پوڄا پاٺ، سوانح ۽ ڪارنامن ۾ "برندابن" جو ذڪر ضرور ٿيندو رهندو آهي. "برندا بن" کي عرف عام ۾ "بندرا بن" به چوندا آهن. سنڌيءَ ۾ اُن کي "وندر وڻ" به چيو وڃي ٿو.

**برنس، جيمس:** جيمس برنس مشهور انگريز ليکڪ ۽ سياح هو جيڪو ڪجهه عرصو سنڌ ۾ رهيو. هن پنهنجن بالا عملدارن (انگريز حاڪمن) کي سنڌ بابت معلومات ڏيڻ لاءِ هڪ ڪتاب لکيو جنهن جو عنوان هو: "A Narrative of a Visit of Court of Sindh: A Sketch of the History of Cutch." هيءَ ڪتاب 1831ع ۾ انگلنڊ ۾ شايع ٿيو. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو محمد حنيف صديقيءَ ڪيو ۽ اهو ڪتاب "سنڌ جي دربار" جي عنوان سان، سنڌي ادبي بورڊ 1966ع ۾ ڇاپيو. ان ڪتاب جي مقبوليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته هن ڪتاب جا اڄ تائين ڇهن کان وڌيڪ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. جيمس برنس هيءَ معلومات انگريز حاڪمن کي ان وقت ڏني هئي، جڏهن سنڌ اڃا انگريزن جي قبضي ۾ نه آئي هئي. سنڌ تي حملو ڪرڻ کان اڳ ڪين سنڌ ملڪ بابت هر قسم جي معلومات گهربل هئي، ۽ جيمس برنس کي پنهنجن اعليٰ عملدارن جي خوشنودي درڪار هئي، ان ڪري سنڌ جي ٽالپر حڪمران ڏانهن هن جو رُخ همدرديءَ وارو نه هو. اهوئي سبب آهي جو هن ڪتاب ۾ ٽالپر حڪمرانن لاءِ اڻ سونهائيندڙ لفظ استعمال ڪيا آهن. جيمس برنس، ڀُڄ جي سفارتخاني مان 10 جون 1828ع تي ڪڇ جي سفير ڏانهن هڪ خط لکي، سنڌ جي سفر جي تازي معلومات موڪلي ۽ اميد ڏيکاري ته انگريز حاڪمن لاءِ اها معلومات ڪارآمد ٿيندي.



**برنس گارڊن:** ڪراچيءَ جو هيءُ خوبصورت باغ 1921ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي طرفان قائم ڪيو ويو هن باغ ۾ قسم قسم جا گل ۽ ٻوٽا لڳايا ويا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هن باغ ۾ ايترا ته انگور پيدا ٿيندا هئا، جو انهن کي ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليو ويندو هو هيءُ باغ تقريباً 25 ايڪڙن تي پکڙيل آهي. هيءُ باغ اڃا تائين ڪراچيءَ جي خوبصورت باغن ۾ شامل آهي ۽ ان ۾ قومي عجائب گهر به واقع آهي.



**ٻَرني:** شيشي، پٿر يا چينيءَ جو ويڪري منهن وارو ٿانءُ، جنهن کي مرتبان يا ڪُولو به چوندا آهن. هي ٿانءُ عام طور آچار، ڪٽاڻ، مربا وغيره محفوظ ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن. پر انهن ۾ ڪاٺ پيئڻ جون ٻيون شيون به سنڀالي رکندا آهن. سائنسي ليبارٽرين ۾ به تجربا ڪرڻ ۽ ڪي نامياتي شيون خاص مرڪبن ۾ ٻوڙي محفوظ ڪرڻ جي ڪم اچي ٿو.

**بروا** (راڳڻي): ڪافي ٺاٽ جي اوڊو سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهي ۾ گنڌار ۽ ڌيوت ورج آهن ۽ امروهي سمپورن اٿس. هيُ نکادون استعمال ٿين. هي راڳڻي ٻن طريقن سان ڳاتي وڃي ٿي. هڪ طريقو اهو آهي ته ڪومل گنڌار استعمال ڪجي. ٻيو طريقو اهو آهي ته ٻئي گنڌارون هڻجن. ديس سان مشابهت رکندڙ آهي، جڏهن گنڌار سان اترانگ ۾ اينديءَ- پر خيال هجي ته ديس جي ڌيوت ڪومل آهي، جڏهن ته هن ۾ تيور ڌيوت لڳندو آهي. هي مسلمانن جي ايجاد ڪيل راڳڻي آهي.

هن راڳڻي، جي خاص تان: گا- ري گا- سا- ري- پا- ري گا- سا- نا- ڌِي پا- ما پا- ني سا- سا- ري- ما- پا- ڌي پا- ڌي ما- گا- ري — سا آهي. هن راڳڻي جي آروهي: ساري ما پا ڌي ني سا ۽ امروهي: سا نا ڌي پا ڌي ما گا ري گا سا آهي. جڏهن ته وادي سر کرج ۽ سموادي سُر پنچم آهي.

**ٻُروٽا:** هڪ ذات، جيڪا اڪثر خيرپورميرس ۾ رهندڙ آهن.

**بروڪس ڪات** (Broks kat) (ٻولي): هيءَ ٻولي بروڪ پا-دا هنو (Dah-Hinu)، بي بروڪ پا- ڊروڪس ڪات، ڪيانگو (Kyango) جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي.

هي ٻولي ڄمون ڪشمير، سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن سان، لداخ ۽ ڪارگل ضلعن ۾ اتريون ڪشمير، گورڪن ڳوٺ جي چوڌاري دارچڪ، چولي چان، گرگرڊو، باٽالڪ، راهه ۽ اڳيئن هنو جي علائقن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هي ٻولي هند- يور پيائي، هند- ايراني، هند- آريائي، اتر اولهه داردي ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ ٻولي بالتي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي.

بروڪ پا نالي قبيلو آهي، جيڪو شنا وانگر ٻولي ڳالهائي ٿو ان قبيلي جو ٻيو نالو منارو (Manaro) آهي، بروڪس ڪت سنڌن ٻولي آهي هي سالن کان هتي رهن پيا. هتان جا اصلوڪا رهاڪو آهن. مذهبي طور ڪي ٻڌ آهن ته ڪي مسلمان.

**ٻروو:** پکيءَ جو هڪ قسم، جنهن جو سگهڙ ذڪر ڪندا آهن. وڻ جو هڪ قسم به 'ٻروئو' سڏبو آهي. تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ 'مُحب شاهه ملنگ' جي مزا تي انهيءَ قسم جو اڪيلو وڻ موجود آهي، جنهن کي اُتي جا ماڻهو "ٻروو" سڏيندا آهن.

**ٻَروو/ ٻَروئو:** هڪ راڳڻيءَ جو نالو هيءُ دراصل هندي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي وِرهُه، برهُه، پريت. بروو هڪ سر جو نالو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ 'سر' يا 'راڳ' جي نالي کان الڳ سنڌي لغتن جي لحاظ کان ٻڻ 'ٻروي' ۾ معنيٰ سمايل آهي. ٿي سگهي ٿو ته اصل لفظ 'وِره' يا 'بره' هجي، يعني وڇوڙو، درد ۽ فراق. انهيءَ لحاظ سان ميين محمد ۽ ميين حسين جي لکيل رسالي ۾ هڪ سر جو نالو 'سر بره' ڪري لکيو ويو آهي. اهو به ممڪن آهي ته 'وره' ۽ 'بره' اُچار وڌي 'برهو' ٿي ويو هجي. 'وِرهه وارو' يا 'برهه وارو'، جيڪو سدائين ڏک ۽ غم جو گهايل ۽ بيمار هجي. 'برهو' واري اُچار جي صورت

'بروو' تي، جنهن جي معنيٰ بہ سنڌي لغت جي لحاظ سان، مريض ۽ بيمار ٿيئي ٿي. مولوي احمد ملاح، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو وڏو ڄاڻو هو، تنهن پنهنجي هڪ شعر ۾ 'بروو' جو لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ آندو آهي:

"بره خود بروو بنايس، بت بڄائي ڇا ڪريان"

هندستاني موسيقيءَ ۾ "راڳ بروو" موجود آهي، پر سنڌ ۾ "بروو" شروع کان ئي سنڌي موسيقيءَ جي هڪ مقامي راڳ يا راڳڻيءَ طور ڳايو ويو آهي. ان جو ثبوت اهو آهي، جو شاهه جي رسالي جي "سُر بروي" کان جدا سنڌ ۾ اڳاٽي وقت کان وٺي، ويندي 20 صديءَ جي پهرئين اڌ تائين ڪافيون ۽ ڪلام سنڌي 'بروي راڳڻي' ۾ ڳايا ويا. سچل، نانڪ يوسف، نواب امام بخش لغاري، فقير نواب ولي محمد لغاري ۽ منٺار فقير راڄڙ جون ڪافيون 'سر بروو'، 'روپ بروو' يا 'راڳڻي بروو' جي عنوان سان موجود آهن. فقير نانڪ يوسف جي ڪافين ۾ 'سنڌي بروو راڳڻي' تلنگ سان لاڳو آهي. "شاهه جي راڳ" ۾ بہ شروع کان وٺي 'سنڌي بروي' کي هندستاني يا هندي 'راڳ بروي' کان جدا ڪري ڳايو ويو آهي. اوائلي توڙي وچولي دور وارن شاهه جي قلمي رسالن ۾ انهيءَ فرق کي واضح ڪيو ويو آهي: يعني تہ سنڌي بيتن واري 'سر بروي' کي 'بروو سنڌي' ۽ هندي بيتن واري سر بروي کي 'بروو هندي' يا "بيراڳ هندي" ڪري لکيو ويو آهي. هن سر ۾ شاهه عبداللطيف، مشتاق طرفان قاصد ڪانءَ کي اهو تاڪيد ڪيو آهي تہ محبوب کي سنيهڙو وڏي نياز ۽ نوڙت سان ڏجِ.

"ڪري ڪانگ ڪرنشون، پيرين پرينءَ پئيجِ".

عام خيال اهو تہ پيغام ڏيندي ئي جيڪڏهن ڪانگ اُڏامي وڃو تہ ڇئبو تہ واڌائيءَ وارو آهي ۽ پيغام پورو پهچندو. انهيءَ خيال مطابق پيغام وارن اکرن کان اڳ واڌائيءَ وارا اکر ڇئبا تہ "اڏر ڪانگ" يعني تہ مٽي منيءَ تي يا ٿاريءَ تي ويٺل ڪانگ کي 'اڏر ڪانگ' جي واڌائي ڏيئي پوءِ پيغام جا اکر ڇئبا، جيئن تہ "اڏر مٽان ڦانگ"، "ڪرجاون آون پرين" هن سٽ جي پهرئين اڌ وارا لفظ واڌائيءَ جا آهن ۽ پوئين اڌ وارا پيغام طور پنهنجي دل جي مقصد جا تہ "شال رقيب رلن ۽ پرين اچن".

**بروو سنڌي** (سنڌي راڳ): راڳداريءَ جي ڪتابن ۾ هي سر شامل آهي، پر بروو سنڌي جدا راڳ آهي. رات جي وقت ڳائجي ٿو. ڪافي ٺاٺ مان اصل ڪلاسيڪي راڳ نڪتل آهي. هتي سنڌ ۾ ان کي ٿوري ڦير گهير سان ڳاتو وڃي ٿو. لطيف سائين جو هڪ سُر هن راڳڻيءَ پويان رسالي ۾ موجود آهي. هي اوڊو سمپورن راڳڻي آهي. آروهي ۾ گنڌار ورجت آهي.

هن راڳڻيءَ جي آروهي، ساري ما پا ڌاني سا ۽ امروهي، ساني ڌا پا ڌا ما گا ري سا آهي.

**بروهي:** پاڪستان جي قلات ڊويزن (جيڪا اڳ قلات رياست سڏبي هئي) جي رهاڪن کي سڏجي ٿو. سندن ٻولي بروهي آهي، (ڏسو براهوي ٻولي) هي ٽيهہ کان وڌيڪ قبيلن تي ٻڌل آهن. جيئن تہ "بروهي" جي لفظي معنيٰ جابلو ماڻهو آهي ان ڪري ڪجهہ ماهر ڪين اهو نالو علائقي جي نسبت سان بہ ڏين ٿا. اڪثر مورخن انهن کي ڪرد، ايراني گوجر، ترڪ، منگول ۽ بلوچ سڏيو آهي. گرئرسن مطابق جيئن تہ انهن جي ٻولي دراوڙي آهي ان ڪري ٿي سگهي ٿو تہ هي اتان جا اصلوڪا باشندا يعني دراوڙ هجن. انهن قبيلن ۾ رئيساڻي، مينگل، شاهواڻي، رند، بزنجو، ديناري ۽ زهري شامل آهن.

بروهين جي معاشرتي تنظيم طبقن واري آهي. سڀ کان پهرين خاندان (پڙا) آهي جنهن جو سربراهہ آمر وانگر ڪُل اختيار رکندڙ هوندو آهي. جنهن بعد خاندان گڏجي برادري ٺاهيندا آهن. اهين برادرين جي اڳواڻ کي ٽڪر چيو ويندو آهي ۽ ان بعد سردار هوندو آهي.

ڪن تاريخ دانن موجب بروهي معاشرو 9 اصولن تي ٻڌل آهي. (1) انتقام وٺڻ، (2) پناهہ وٺندڙ جي حفاظت ڪرڻ، (3) امانت داري، (4) مهمان نوازي، (5) عورت يا ٻار کي مارڻ کان پاسو ڪرڻ، (6) ڏوهاري کي قبيلي جي عورت جي سفارش تي معاف ڪرڻ، (7) ڪنهن بزرگ جي مزار تي ڪنهن کي نہ مارڻ وغيره. هن نظام ۾ عورت جي توقير خاص ڳالهہ آهي.

اسلام کان اڳ بروهين جو مذهب مظاهر پرستي هو جنهن ۾ باهہ کي پوڄڻ بہ شامل هو جڏهن منگولن جون ڪاهون عروج تي هيون تہ بروهين پاڻ کي هڪ "مير" جي هٿ هيٺ متحد ڪيو. پهريون مير ميرو قمبراڻي هو جنهن نہ رڳو قبائلي تنظيم ۽ دستور برقرار رکيو بلڪ لڙائي ڪري ڪجهہ علائقا بہ هٿ ڪيا. ان وقت کان وٺي 1626 تائين بروهين جي تاريخ ڏاڍي منجهيل رهي آهي. ان دور جا چار مير مشهور آهن. ميرو، عمر بجار ۽ حسن. اهي ئي ماڻهو رياست قلات ٺاهڻ وارا آهن.

1666ع کان مير احمد خان پهرئين جي اڳواڻي ۾ قلات رياست جو ٻيو مستحڪم دور شروع ٿيو مير نصير خان پهرئين (1749-1704) جي دور ۾ اها رياست پنهنجي عروج تي هئي. ان خاني نظام کي فروغ ڏنو جنهن ۾ ميرجي ماتحت چند خان هوندا هئا. جيڪي ڪيترن ئي قبيلن تي حڪمراني ڪندا هئا.

1817ع ۾ بلوچستان تي انگريزن جو قبضو ٿيڻ شروع ٿيو تہ محراب خان (ٻيو) بروهين جو پهريون شهيد بڻيو. انگريزن قلات تي قبضو ڪرڻ چاهيو پر عوام جي مخالفت هميشہ آڏي آئي. بهرحال مير محمود خان ٻئي جي دور تائين انگريزي راڄ هن علائقي تي ڇانئجي ويو. 1917ع ۾ سر شمس شاهه مير محمود خان وزيراعظم ٿيو سندس خلاف سردار محمد خان گرگناڙي، سردار محمد خان زرڪ زئي، سربدار نورالدين مينگل ۽ سردار سلطان محمد بغاوت ڪئي. ڊسمبر 1917ع ۾ انگريزن نورالدين مينگل کي گرفتار ڪيو تہ بظاهر اها تحريڪ ختم ٿي ويئي. ڪجهہ عرصي بعد وري ان ۾ تيزي آئي. انگريزن مجبور ٿي نوالدين مينگل کي آزاد ڪيو. 1933ع کان مير احمد يار خان رياست جو خان ٿيو ۽ پاڪستان ٺهڻ بعد هن علائقي کي پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو.

بروهي قبيلي جا ماڻهو سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ آباد آهن. جن مان ڪيترن ئي شخصيتن ادب، سياست ۽ ٻين شعبن ۾ وڏو نالو ڪمايو آهي. جن ۾ اي. ڪي بروهي، علي احمد بروهي، حليم بروهي ۽ جوهر بروهي وغيره جا نالا سر فهرست آهن.

**بروهي، جان محمد:** جان محمد ولد حاجي لال محمد بروهي 1937ع ۾ نوابشاهہ ۾ ڄائو هو اٺ درجا پڙهيل هو ۽ پيشي جي لحاظ کان زميندار ۽ سياستدان هو هن سياسي ڪيريئر جي شروعات 1962ع ۾ ڪئي ۽ بنيادي جمهوريت جو ڪائونسلر چونڊيو. 1970ع ۾ پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ ايم پي اي چونڊيو 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ ايم پي اي جي سيٽ تي بيلو پر ڪٽي نہ سگهيو 1986ع ۾ غلام مصطفيٰ جتوئي جي نيشنل پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو 1988ع ۾ نيشنل پارٽي ڇڏي پيهر پ پ پ ۾ شامل ٿيو ۽ پ پ جي ٽڪيٽ تي ايم پي اي چونڊيو. 1993ع ۽ 1997ع ۾ ايم پي اي چونڊيو جنرل مشرف جي لاڳو ڪيل گريجوئيشن واري شرط سبب چونڊن ۾ حصو وٺي نہ سگهيو ۽ ڪجهہ عرصو سياست کان پاسيرو ٿي ويو. ڪجهہ عرصي بعد پنهنجي پٽ علي نواز بروهي (انجنيئر) کي سياست جي ميدان ۾ لاٿائين. جنهن 2002ع ۽ 2007ع ۾ مسلم ليگ ق جي ٽڪيٽ تي چونڊ لڙي پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو. سندس هڪ پٽ ۽ هڪ ڀاءُ ضلعي ڪائونسل جا ميمبر رهيا.

**بروهي، عبدالحليم**: سنڌي ٻوليءَ جي هن نامياري مزاح نگار ۽ ليکڪ جو ادبي نالو حليم بروهي ۽ سندس شهرت جو ڪارڻ سندس منفرد قسم جي مزاح نگاري آهي. دلچسپ ۽ هلڪي ڦلڪي انداز ۾ وڏن سنجيده قسم جي معاملن ۽ مسئلن ڏانهن چيندڙ لفظن ۽ خوبصورت انداز ۾ ڌيان ڇڪرائڻ جي غير معمولي ذات ۽ ڏانءُ رکندڙ. سنڌ جو هي اڪيلو ۽ انوکو مزاح نگار، 6 آگسٽ 1936ع ۾، حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائو. سندس تعليم بي. اِي (آنرز) ۽ ايل. ايل. بي آهي. هو سنڌ يونيورسٽيءَ جو رٽائرڊ چيف اڪائونٽنٽ آهي. حليم بروهي مزاح نگار سان گڏ شاعر، ڪالم نگار ۽ ڪهاڻيڪار پڻ آهي.

سندس هيل تائين ڇپيل ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) هٽلر جي ڪهاڻي (سوانح: 1972ع)، (2) هٽلر لکيو (1972ع)، (3) اوڙاهه (ناول: 1975ع)، (4) حليم شو (مزاحيات: 1983ع)، (5) جيڪي مون لکيو (ڪالم ۽ مضمون: 2002ع)، (6) Solo Decayed (1967)، (7) Roman Sindhi Script، (8) Seeds Columns، (9) Nothing is Piculiar، (10) Nothing in Earnest.

حليم بروهي سنڌي ٻوليءَ جي رومن اسڪرپٽ جي حامي آهي، جنهن لاءِ سندس خاص نقطئه نظر آهي، جيڪو ڪافي سالن کان بحث هيٺ رهندو پيو اچي. ان کان سواءِ سندس سوين ليک سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۾ ڇپيل آهن. هو هن وقت توڙي جو عمر ۽ صحت جي اعتبار کان ڪمزور ۽ ضعيف آهي. پر اڄا تائين ساڳيءَ سگهه سان لڳاتار لکي رهيو آهي. سندس ڪالم روزانه ڪاوش ۾ هڪ عرصي کان لڳاتار ڇپجندا رهن ٿا. سندس رهائش صدر، حيدرآباد ۾ آهي.

**بروهي، علي احمد** (1920-2003ع): سنڌي ادبي تاريخ ۾ علي احمد بروهي چوٽيءَ جو مزاح نگار ٿي گذريو آهي. هن مزاحيه ڪهاڻيون ۽ ڪالم لکي، سنڌي ادب ۾ مزاح نگاريءَ کي نوان رخ ڏنا. علي احمد بروهي 11 نومبر 1920ع تي ڪنيڙا ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس آبائي ڳوٺ ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ آهي. سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن "رايل انڊين نيويءَ" ۾، ٻي مهاڀاري جنگ دوران ملازمت اختيار ڪئي، جتي 1946ع ۾ مشهور "نيوي بغاوت" ۾ حصو ورتائين ۽ بحري فوج جي ٻين ساٿين سان گڏ جيل اماڻيو ويو. جيل مان آزاد ٿيڻ کانپوءِ علي احمد بروهيءَ جو صحافتي سفر شروع ٿيو "قرباني"، "صداءِ سنڌ" (ڪراچي)، "انقلاب"، "منشور" ۽ "ميني فيسٽو" (سکر)، اخبارن ۽ رسالن جو ايڊيٽر رهيو. 1954ع ۾ خيرپور رياست جي اطلاعات کاتي ۾ شموليت سان هن جي نوڪريءَ جو سفر شروع ٿيو ۽ جڏهن 1955ع ۾ خيرپور رياست جي پاڪستان ۾ شموليت ٿي ته هي مغربي پاڪستان اطلاعات کاتي جو ملازم بنجي ويو. هن ڪولمبو پلئن (1960ع) هيٺ انگليند مان ٽوئرزم ۾ سکيا ورتي. 1970ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڊائريڪٽر پبلڪ رليشنز سنڌ مقرر ٿيو.



1971ع ۾ سياسي بنيادن تي ڀُٽي صاحب جي حڪومت ۾ کيس نوڪريءَ مان فارغ ڪيو ويو. 1973ع کان 1978ع تائين مختلف انڊسٽريل ڪارپوريشنن جو قانوني صلاحڪار رهيو. 1978ع ۾ کيس ملازمت تي بحال ڪيو ويو ۽ سڌ سماءَ جي مرڪزي وزارت جو او. ايس. ڊي (O.S.D) اسلام آباد مقرر ٿيو. ان کان پوءِ 1979ع ۾ سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. جنهن عهدي تي 1980ع تائين رهيو. 1980ع ۾ ئي وفاقي وزارت جي هٿ هيٺ هلندڙ "شيخ سلطان ٽرسٽ" جو ايڊمنسٽريٽر مقرر ٿيو.

1950-1955ع واري دور ۾ علي احمد بروهي هڪ سٺي مزاح نگار طور اُڀريو. سندس ڪهاڻين ۾ "عثمان حجم جو ڏند ڪڍائڻ" ۽ "عثمان حجم جو روزو رکڻ"، مزاحيه ڪردار نگاريءَ جا اعليٰ مثال آهن. هن جي مزاح نگاريءَ تي دنيا جي مشهور مزاح نگار جيرنڪي. جيروم جو اثر نمايان آهن.

هن جي ڪهاڻين ۽ خاڪن ۾ ڪل ٻوڳ سان گڏ سماجي براين ۽ مذهبي نمائش تي سخت تنقيد آهي. سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن، جهڙوڪ: (1). "ڄام ڄاموٽ ۽ ڄامڙا (خاڪا: 1984ع)، (2). "واٽ ويندي" (خاڪا: 1986ع)، (3). "سڏن مٿي سڏڙا" (1987ع)، (4). "ڳجهه ڳجهاندر ڳالهڙيون" (1990ع)، (5). "ڪک پن" (1996ع)، (6) The Temple of Sun God" (1998ع)، (7). "لاهوتي لڏي ويا"، (8). "وتايو فقير" (2004ع)، هن سنڌي ۽ اردو اخبارن ۾ مسلسل ڪالم لکيا، هن کي سنڌي بهترين ڪالم نگار طور اي. پي. اين.ايس (A.P.N.S) اوارڊ به مليو. مزاح، تاريخ نويسي ۽ آرڪيالاجي ۽ موسيقي هن جي پسند جا موضوع هئا. بروهي صاحب ٻهرين ڊسمبر 2003ع تي وفات ڪئي.

**برهان الواصلين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فقير هدايت علي تارڪ جو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب قرآن مجيد جي چند آيتن جي منظوم ترجمي، منظوم تفسير ۽ تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهي. هيءُ ڪتاب 228 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 9 آڪٽوبر 1932ع تي لکيو ويو.

**بُرهان پور**: برهان پور، ڀارت جي مڌيه پرديش جو مشهور شهر آهي، جيڪو تاپتي درياهه جي اُترئين ڪناري تي آباد آهي. شهر جي چوڌاري ڪوٽ ڏنل آهي، باقي رڳو درياهه جا ترُ ٺهيل آهن. ڪوٽ کي وڏا در ۽ دريون آهن. اهو ڪوٽ نظام الملڪ آصف جاه اول 1141هه/ 1728ع ۾ ٺهرايو هو. ڪوٽ ۾



اندر آيل شهر جي ايراضي اڍائي ميل آهي، پر شهر جا آثار ڪوٽ کان ٻاهر به ميلن تائين پکڙيل آهن. گذريل دور ۾ لشڪري لحاظ سان هن شهر کي وڏي اهميت حاصل هئي. 969هه/ 1561ع ۾ بيرم خان جي هڪڙي سردار پير محمد شيروانيءَ هن شهر کي تباهه ۽ برباد ڪري، شهرين جو قتل عام ڪيو ۽ بي انتها دولت ڦري لٽي. سال 1010هه/1601ع ۾ شهنشاهه اڪبر هن شهر کي مغليه سلطنت سان ملائي ڇڏيو.

برهان پور جو سنڌ سان گهاٽو سنبنڌ رهيو آهي. ڏهين صدي هجريءَ ۾

جڏهن ڄام فيروز جي ڄاهه پسند طبيعت سبب، شاهه بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪيو ته هر طرف تباهي پکڙجي وئي؛ قتل، غارت گري، فتنن ۽ فسادن سبب ماڻهن لڏڻ شروع ڪيو. عام ماڻهن کان سواءِ ان دؤر جا بزرگ، عالم ۽ مشائخ به پنهنجين خانقاهن ۽ ديني درسگاهن ۾ اعليٰ علم جي درس تدريس ۽ صوفيائي تعليم ۾ خلل پوڻ سبب لڏپلاڻ تي مجبور ٿي پيا. سنڌ مان لڏي ويندڙ بزرگن جي اڪثريت برهان پور ۾ وڃي آباد ٿي ۽ اهي هميشه لاءِ برهان پور جا رهاڪو ٿي ويا. هتي هيءُ سوال پيدا ٿو ٿئي ته آخر برهان پور جهڙي گمنام علائقي ۾ ڪهڙي جاذبيت هئي، جو پري پري جي بزرگن هن شهر کي پنهنجي وطن جو نعم البدل ڄاتو؟ ان سوال جي جواب لاءِ ان دؤر جي ماحول جو جائزو وٺڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ ارغونن جي تباهيءَ ۽ بربادي جا اثر سنڌ کان ٻاهر به پيا. مالوه، گجرات ۽ دکن وغيره به ان دؤر ۾ خانه جنگين ۾ گهيريل هئا؛ جيتوڻيڪ برهان پور به ان کان آجو نه هو، پر بدامنيءَ جو مرڪز ڪونه هو. ان کان علاوه اتي جا حاڪم فاروقي سلطان هئا، جيڪي حنفي مسلڪ سان لاڳاپيل، علم پروري ۽ مشائخ نوازيءَ سبب مشهور هئا. اهوئي سبب هو جو مختلف بزرگ برهان پور ڏانهن لڏي وڃڻ لڳا. خود بادشاهه ڪجهه ايلچي موڪلي، عالمن، بزرگن ۽ صوفين کي پاڻ ڏانهن گهرايو ۽ علم دوست طبقي جي تمام گهڻي پذيرائي ڪئي. سنڌ جي بزرگن جو برهان پور ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جو هڪ ٻيو خاص سبب به هو ۽ حقيقي سبب اهوئي هو. جڏهن ڏهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ شيخ عيسيٰ جندالله ۽ سندس چاچو شيخ طاهر محدث، پاٽ (ضلعي دادوءَ) مان لڏي برهان پور پهتا ۽ سندن وطن جي نسبت سان، سندن سڪونت وارو علائقو 'سنڌي پوره' جي نالي سان مشهور ٿيو ته سنڌ مان ڪيترائي بزرگ برهان پور جي انهيءَ پاڙي ۾ وڃي وينا. ان طرح 'سنڌي پوره' وارو پاڙو مشهور ۽ معروف ٿي ويو. جڏهن اهو پاڙو وسيع ٿيو ته ان سان گڏ هڪ ٻيو پاڙو به آباد ٿيو. انهيءَ ٻئي پاڙي ۾ ٺٽي سان تعلق رکندڙ ماڻهو اچي آباد ٿيا ۽ پنهنجي وطن جي نسبت سان 'ٺٽائي' سڏائڻ لڳا. انهن برهان پور ۾ پنهنجي وطن جي صنعت، قومي دستڪاريءَ، ڪپڙن رڱڻ ۽ ڇُرواري ڪم کي روزگار جو ذريعو بنايو. انهن جا پويان اڄ تائين اهو ڪاروبار ڪن ٿا ۽ اڄ به ٺٽائي سڏبا آهن. برهان پور جي ٺٽائين جو اهو ڪاروبار ايتري قدر مقبول ٿيو جو ولايت مان مشينن ذريعي ڇپيل ڇيٽ ۽ رنگين ڪپڙا بازار ۾ اچڻ کان پوءِ به انهن جي دستڪاريءَ کي انفراديت ۽ مقبوليت حاصل هئي. برهان پور لڏي ويندڙ سنڌي بزرگن ۾ پاٽ جو صديقي خاندان اڪثريت ۾ هو. پاٽ جي سرزمين علمي حوالي سان مردم خيز رهي آهي، جن بزرگن پاٽ مان لڏي برهان پور وڃي آباد ڪيو انهن اتي پنهنجون خانقاهون کوليون، علم ۽ فضل جو سلسلو جاري رکيو. برهان پور لڏي ويندڙ سنڌي بزرگن ۾ شيخ عيسيٰ جندالله (جنهن کي مسيح الاولياءُ سڏيو ويندو آهي)، شيخ طاهر محدث، قاسم بن شيخ يوسف سنڌي، شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي، قاضي عبدالسلام سنڌي، شيخ موسيٰ بوبڪائي، ملا محب علي سنڌي، حڪيم عثمان بوبڪائي، سيد ابراهيم بکري، شيخ مبارڪ سنڌي، شيخ اسحاق قلندر سنڌي، شيخ ابراهيم قاري شطاري سنڌي وغيره جا نالا سرفهرست آهن. برهان پور ۾ اڄ به انهن بزرگن جون مزارون، خانقاهون، علم ۽ فضل جا چشما ۽ ٻيا آثار يادگار آهن. برهان پور جو 'سنڌي پوره' وارو علائقو صديون گذرڻ کان پوءِ اڄ به انهن بزرگن جي يادگيري ڏياري ٿو. سنڌ جو ناميارو اديب عثمان علي انصاري ۽ ٽيليويزن جي نامور فنڪاره غزاله رفيق، هڪ اهڙي سنڌي خاندان منجهان هئا، جيڪو 'برهان پور' مان ويجهي ماضيءَ ۾ واپس اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو هو. آئين اڪبريءَ ۾ ڄاڻايل آهي ته برهانپور جو بزرگ 'لاڏجيو' سنڌي ڪافيون چوندو هو. ان حوالي سان سنڌي ڪافيءَ جي قدامت جو حوالو به هن شهر سان وابسته آهي.

اردوءَ جي اديبن ۽ عالمن مان ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر ڊاڪٽر جميل جالبيءَ جو اصل تعلق به برهانپور سان آهي. هن سنڌ يونيورسٽي مان اردو ادب ۾ پي ايچ ڊي ڪئي ۽ اردو ادب جي تاريخ مفصل ٻن جلدن ۾ لکي آهي. جيڪا دراصل سندس ٿيسز آهي.

**برهان رباني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 104 صفحا ڏنل آهن. علي انور ولد پير محمد شڪارپوريءَ، هيءُ ڪتاب، بخاري پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1955ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**برهان فقير**: برهان فقير جي مزار ڳوٺ برهان فقير ديهه "ڪاڪ" لڳ سالڪ لاڪو ضلعي ميرپورخاص ۾ آهي، هتي هرسال ذوالقعد مهيني جي 14، 15 ۽ 16 تاريخ تي ميلو لڳايو ويندو آهي.

**برهه جون بوندون** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو ماستر چندر جي ڪلام تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا ڄاڻايل ناهن ۽ قيمت هڪ آنو اٿس. ڇاپو پهريون، کوبچند پنهنجيءَ، کوبچند پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1940ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**برهه جي بندي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فقير هدايت علي تارڪ جو لکيل آهي. جيڪو واڻڪي وهيءَ جي نموني تي مشتمل آهي، ڪل 212 صفحن تي مشمل آهي. حادثات زماني سبب هن مان چند پنا ضايع ٿي ويا آهن. هن ۾ سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ۽ عربي ڪلام شامل آهن. پاڻ ان کي هڪ نوٽ بڪ وانگر ڪتب آڻيندو هو. اها بندي، سفر توڙي حضر ۾ ساڻس گڏ هوندي هئي.

**برهما**: برهما جو شمار هندو ڌرم جي ٽمورتي، ٽن وڏن ديوتائن ۾ ٿيندو آهي. هندن جي عقيدي موجب 'برهما' کي خالق ۽ پيدا ڪندڙ چوندا آهن. جنهن مان سندن عقيدي موجب سڀئي انسان، ديوتا ۽ اَسر وغيره، پيدا ٿيا آهن. هن ديوتا جي شبيهه چئومکي هوندي آهي، يعني ان کي چئن ئي رخن ۾ هڪ هڪ چهرو ٿئي ٿو هن کي عام طور سونهاري دار بزرگ جي صورت ۾ ڏيکاريو ويندو آهي. رنگ روپ جو اڇو آهي، جنهن مان لڳي ٿو ته هو قديم زماني ۾



اولهه کان آيل لوڪن جو ديوتا هو هن کي ڪنول گل تي سوار ڏيکاريو ويندو آهي يا وري ڪنول گل هٿ ۾ هوندو اٿس. ان جي پيٽ ۾ شِو مهاديو ۽ ڪرشن مهراج رنگ جا سانورا يعني مقامي عقيدن جو تسلسل آهن. برهما جي زال سرسوتي آهي، جيڪا پڻ سُر سنگيت ۽ ڏات جي ديوي آهي. هندن جي عقيدي

موجب برهما سدائين نہ هوندو آهي، پر هو هڪ خاص عرصي ڪانپوءِ وري وري پيدا ٿيندو آهي. ڪائنات جي نئين تشڪيل ڪندو آهي ۽ ڪائنات جي تشڪيل جو ڪارڻ ختم ٿيڻ تي ڪائنات سان گڏ ختم ٿي ويندو آهي ۽ ٻيهر ڪائنات تخليق ڪندو آهي. هندن جي عقيدي موجب انسان چئن جاتين ۾ ورهايل آهن ۽ اهي سڀ برهما جي جسم مان پيدا ٿيا آهن. برهمڻ برهما جي منڍيءَ مان، کتري ٻانهن مان، وئش ٽنگن مان ۽ شودر برهما جي پيرن مان پيدا ٿيا آهن. برهما جي پوڄا لاءِ سڄي هندستان ۾ فقط هڪ مندر آهي، هندو ڏند ڪٿائن مطابق اهو هن کي مليل هڪ پاراتي سبب آهي، جيڪو شو مهاديو هن کي سزا طور ڏنو هو.

**برهماڻي:** بلوچن جي مختلف قبيلن ۽ پاڙن جو نالو. سنڌ ۾ مسلمانن جي هڪ ذات.

**برهماڻي**[2]: هن نالي سان تعلقي ٽنڊي محمد خان جي ديهہ "ڪيسڪيءَ" ۾ هڪڙو ڳوٺ آباد آهي. ان کان سواءِ تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ديهہ "آمريءَ"، تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ديهہ "ڪماڻ" ۽ ڳوٺ تعلقي سيوهڻ جي ديهہ "جهانگارا" ۾ ان نالي سان ڳوٺ آهن.

**برهمپترا:** برصغير جي هڪ نديءَ جو نالو جيڪا 1700 ميل ڊگهي، ڏکڻ اولهہ ٿبيٽ کان شروع ٿي ڀارت ۽ بنگلاديش مان گذرندي وڃي گنگا سان ملي ٿي. ٿبيٽ ۾ هن جو نالو 'سانپو' آهي.

**برهمچارِي:** اهو برهمڻ، جيڪو جَڻيي پائڻ کان وٺي ٻرٽي (گرهست) تائين سَتو جَتو رهي ۽ ڌرمي تعليم حاصل ڪندو رهي. مذهبي طالب علم، شاگرد، وديارٿي.

**برهمچاري پريوداس:** هيءَ سنڌي ٻوليءَ جو ليکڪ آهي. هن رام ڪرشنا پرم هنس جي سوانح حيات تي "شري رام ڪرشنا" نالي 1932ع ۾ ڪتاب لکيو. ان کان پوءِ هن ڪملا نهروءَ جي سوانح حيات تي پڻ ڪتاب لکيو آهي.

**برهمچاريہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مهاتما گانڌيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 151 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل اٿس. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، آريہ ساهتيہ منڊل، حيدرآباد طرفان، آرين پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپيو.

**برهم ڏنڍي:** پسارڪي وکر جو هڪ قسم، گاهہ جو هڪ قسم، جنهن جو رنگ سائو ۽ زرديءَ مائل ٿيندو آهي ۽ اُن جو سواد ڪڙو ٿيندو آهي.

**برهم کتري:** برهم کترين جي ابتدا جو احوال، هندن جي پُراڻن ۾ لکيل آهي. پُراڻن پٽاندر، ڀرگو رشيءَ جي ڪُل مان، جمدگنيءَ نالي هڪ برهمڻ هو. جنهن جو پٽ "رام" هو. انهيءَ رام جو هٿيار "پرشو" (ڪهاڙو) هو. تنهنڪري عام طرح، "پرشرام / پرسرام" سڏبو آهي ۽ وشنو ڀڳوان جو ڇهون اوتار ڪري ليکبو آهي. پراڻن ۾ لکيل آهي تہ پرسرام جي پيءُ جمدگنيءَ وٽ هڪ ڳانءِ هئي، جا ڪامڌين هئي. "ڪامڌين" معنيٰ "اها ڳانءِ، جا ڪامنائون يا مرادون پوريون ڪري"، يعني هن کان جيڪي گهرجي، سو ملي. سنڌن ملڪ جي راجا اها ڳانءِ ڏٺي، تہ سنڌس دل ٿي، تہ اها مون وٽ هجي. جمدگنيءَ کان اها ڳانءِ گهريائين، پر هن نہ ڏنس. تنهن تي، راجا اها ڳانءِ زبردستيءَ ڪاهي هليو ويو. اُن وقت، پرسرام گهر ۾ حاضر نہ هو پوءِ جڏهن ڳالهہ جي سُڌ پيس، تڏهن تپي باهہ ٿي ويو ۽ بنا دير، راجا کي ماري، اُها ڳانءِ موٽائي، پنهنجي پيءُ کي آڻي ڏنائين. راجا جي پٽن، پنهنجي پيءُ جو وير وٺڻ لاءِ جمدگنيءَ جي آشرم تي ڪاهہ ڪئي. انهيءَ مهل، پرسرام ڪيڏانهن ٻاهر ويو هو. جمدگنيءَ کي گهر ۾ اڪيلو ڏسي، راجڪمار سَولائيءَ سان کهي ويس. پوءِ جڏهن پرسرام پنهنجي آشرم ۾ اچي ڏٺو تہ هيءَ ويل وهي ويو آهي، تڏهن سڄي ڳالهہ ڀانمرادو سمجهي ويو اوڏيءَ مهل ارادو ڪيائين تہ اهي راجڪمار تہ پورا ڪندس، پر دنيا ۾ ڪوبہ کتري نہ ڇڏيندس. پراڻن ۾ لکيل آهي تہ پرسرام ايڪيهہ ڀيرا کترين تي حملو ڪري انهن جو نسل ختم ڪيو هو پراڻن ۾ لکيل مٿينءَ ڳالهہ ۾ سنسڪرت لفظ "گو" ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڳانءِ". تنهنڪري عام طرح هندو چون ٿا تہ مٿيون معاملو ڳانءِ تان مٿو هو پر سنسڪرت ۾ "گو" لفظ جون گهڻيون ٻيون معنائون آهن، جن مان هڪڙي آهي "پرٿوي يا ڌرتي". سنسڪرت جي يورپي عالمن جي خيال موجب، پرسرام جي پتا جمدگنيءَ جي قبضي ۾ ڪا زرخيز زمين يا آباد ملڪ هو جو راجا پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ ٿي چاهيو پر جمدگنيءَ نہ ڏنس، تہ اهو زوريءَ پنهنجي حد سان ملائي ڇڏيائين، جنهنڪري معاملو مٿو. "گو" لفظ جي معنيٰ کو "ڳانءِ" سمجهي، يا "ڌرتي" سمجهي، تہ بہ سيني پراڻن ۾ اهو چٽيءَ ريت ڄاڻايل آهي تہ برهم کترين جي ابتدا پرسرام جي وقت ۾ ٿي ٿي هئي. ائين بہ لکيل آهي، تہ پرسرام جتي ڪٿي کترين کي ناس ڪندو سنڌ ۾ آيو، اتي پنج ڏينهن رهي، کتري ناس ڪرڻ لڳو. سنڌس وقت ۾، سنڌ جو حاڪم سورج ونسي گهراڻي جو "راجا رتن سين" هو. پرسرام جي اچڻ جي خبر راجا کي ملي، تہ سمجهيائين تہ هاڻ خير ڪونهي، سو پنهنجين پنجن راڻين چندرا سيا، پدمٽي، پدما، سوڪمارا ۽ ڪشناوتيءَ سميت، رات جي وِڳڙي ۾، سنڌ ڇڏي ڀڄي ويو. آخر سرسوتي نديءَ جي ڪناري تي، هڪ گهاٽي جهنگل ۾ رِديڇ نالي هڪ رشيءَ جي آشرم ۾ وڃي پناهہ ورتائين. سنڌس راڻيون گرڀوتيون هيون. ڪين اُتي پٽ ڄاوا، اُهي هن رشيءَ جي آشرم ۾ نپنا، تنهنڪري برهمڻ سڏجڻ لڳا. وڏي راجڪمار جو نالو "جئہ سين" هو ۽ عام طرح "جي شرما" سڏبو هو. "شرما" برهمڻ جو لقب آهي. ڪجهہ وقت کان پوءِ، پرسرام بہ اُنهيءَ پاسي ويو. پرسرام، راجا رتن سين کي شڪار ڪندي ڏٺو، تہ سمجهيائين تہ اڄ پڇو کتري آهي، سو اُمالڪ ماري وڌائينس. پرسرام پوءِ ڳولا ڪرڻ لڳو تہ متان ٻيو بہ ڪو کتري هن پاسي هجي. ڳولا ڪندو دڌيچ رِشيءَ جي آشرم ۾ ويو. اُتي هيءَ راجڪمار ڏٺائين، تہ پڇيائين تہ هي رشيءَ جا پٽ آهن. وڏو راجڪمار جئہ سين "جي شرما"، برهمڻڪي ويس ۾ هو ۽ ننڍي ويد وديا پڙهي سگهيو. پرسرام کي اهو وڻي ويو تہ پنهنجو شش (شاگرد) ڪيائين ۽ پڙهن وانگر ڀانئڻ لڳس. هڪڙي ڏينهن، پرسرام انهيءَ شش کي ساڻ وٺي، سرسوتي نديءَ ڏانهن ويو. اُن وقت ٿڌي هير پئي لڳي. ننڊ جو خمار آيس تہ پنهنجو مٿو شش جي گوڏي تي رکي، آهلي پيو ۽ اُتي ئي ننڊ ڪٽي ويس. مڇر گهڻا هئا. راجڪمار کي مڇرن ايترا تہ چڪ پاتا، جو سٿر مان رت وهڻ لڳس تہ بہ چريو ڪين، تہ متان پرسرام جي ننڊ ڦٽي پوي. پرسرام کي مڇرن چڪ پاتا تہ اُهو انهيءَ دم اُٿي ڪڙو ٿيو. پنهنجي شش جو رت ۽ سرير گرم ڏسي سمجهي ويو تہ هي کتري آهي، جنهن ايترو سور سٺو آهي. ڪنهن برهمڻ کي ايترو رت نڪري ها تہ هينئن ماٺ ڪري نہ ويهي ها! تنهن کان سواءِ، برهمڻن جو رت ٿڌو ٿيندو آهي ۽ کترين جو گرم، سو چيائينس، تہ "سچي ڪر تون برهمڻ آهين يا کتري" هن سچي ڪئي، تہ "مان کتري آهيان، پر رشيءَ جي آشرم ۾، برهمڻڪو ويس ڌاري، ويد وديا سکيو آهيان." پرسرام کي ڪوبہ برهمڻ مارڻو ڪونہ هو ۽ ڪوبہ کتري جيئرو ڇڏڻو نہ هو هن حالت ۾، هن ويد وديا جي ڄاڻوءَ کي مارڻ پاپ سمجهيو، ويتر جو شش ڪيو هئائينس ۽ هن سندس شيوا ڪئي هئي، تنهنڪري جيئندان ڏنائينس ۽ چيائينس تہ "تون برهم کتري" ليکبين.

اٽڪل 5 سئو ورهيہ ٿيا، تہ برهم کتري پنجاب مان لڏي، "پنج محل" طرف، چامپانير ۾ وڃي رهيا. سال 1484ع ۾، مسلمانن اُتي ڪاهہ ڪئي، تہ هي هراس

وچان، اُتان پڇي احمد آباد ۾ هين هنڌن تي ويا. پڇائڻ مان معلوم ٿيو آهي، ته هن وقت سنڌ ۾ جيڪي برهم ڪتري آهن، تن جا وڏا گجرات کان ڪڇ علائقي ۾ ويا. جتان سنڌ ۾ اول ٺٽي ۾ آيا ۽ اُتان پوءِ ڪي ڪراچيءَ، حيدرآباد ۽ شڪارپور ويا. اُهي سڀ ديويءَ جا پوڄاري آهن. حيدرآباد ۾ جيڪي چوڙيگر آهن، سي گهڻو ڪري سڀ برهم ڪتري آهن. برهم ڪترين جون نکون گهڻيون آهن ۽ ساڳيءَ نک وارا، هڪ ٻئي ۾ سڱ ڪونه ڏيندا آهن. سنڌ جي برهم ڪترين جون مکيه نکون هي آهن: اَروڙا، آسرا، پڇڙا، ٽنڊڻ، جگر، چاٽيار، دوڙي، ڏوڏيا، ڏانڊا، سنڄر، سودا، سونپار، سونيجي، ڪاٽ ٻانپڻ، ڪاڪو ڪوڪل، گنا، مامتورا، ماڏؤ، مڇر ۽ نينگو وغيره. سنڌ ۾ سيني جا ٿورا ٿورا گهر آهن، باقي چاٽيار ۽ مڇر گهڻا آهن. ڪراچيءَ ۽ ٺٽي کان وٺي، ڪڇ گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ بمبئيءَ تائين، جيڏانهن وڃ تيڏانهن مڇرئي مڇر!

**برهم گپت:** آڳاٽي دور جو ماهر فلڪيات هو. 598ع ڌاري ”پلمال“ يعني قديم سنڌ ۾ ڄائو هو. هو فلڪيات کان سواءِ رياضيءَ جو به ڄاڻو هو. ان کان سواءِ هن انهيءَ علم جو ڪتاب ”برهما سڦتا سنڌنتا“، 628ع ۾ لکيو. جيڪو نظر واري انداز ۾ لکيل هو. ڪتاب ۾ ڪائنات جي شروعات بابت بحث ٿيل آهي. 669ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

**برهمڻ:** هندو ڌرم جي ذات پات واري نظام ۾ برهمڻ چئن طبقن (برهمڻ، ڪتري، وئش ۽ شودر) ۾ سڀ کان اتم سمجهيو ويو. برهمڻ جو سماجي ڪم پوڄا پاٺ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ آهي پر ضروري نه آهي ته هر برهمڻ پوڄاري به هجي. برهمڻن جي تشريح موجب هندو ڌرم ۾ برهمڻ سموري مخلوق کان اتم آهي، ڪيس سمورا اعليٰ سماجي رُتبا، حق ۽ رعايتون حاصل آهن. ’سپتا برهما‘ موجب يڳوان ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا يڳوان ۽ ٻيا برهمڻ، جيڪي ويدن جو پاٺ ڪن ٿا. برهمڻن جو بنيادي ڪم ويد پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، قربانيءَ جو رسمون ادا ڪرڻ يا مذهبي فريضا ادا ڪرائڻ ۾ مدد ڏيڻ آهي. پر اڄڪلهه اڪثر برهمڻ پراڻين ريتن ڪي نٿا مڃين ۽ عام سيڪيولر زندگي گذارين ٿا. منو مهاراج جي قانون موجب برهمڻ جي زندگي چئن مرحلن ۾ ورهايل آهي (1) برهمچاري: جنهن ۾ هُو ويدن جو علم حاصل ڪري ٿو. زندگي عاجزي، عبادت ۽ تعبيداريءَ ۾ گذاري ٿو. (2) گرهستي: جنهن ۾ شادي ڪري ٿو ۽ گهرٻار سنڀالي ٿو ۽ پنهنجي زال ۽ ٻارن سان گڏجي برهمڻ واريون ذميواريون پوريون ڪري ٿو. (3) وَن پرستا: جنهن ۾ هو جهنگ ۾ زندگي گذاري ٿو يعني هو دنيا ۾ ماڻهوءَ طور پنهنجو ذميواريون ادا ڪري چڪو ۽ هاڻي رٽائر ٿي پاڻ کان ۽ زندگيءَ جي سکن کان انڪار ڪري سختيءَ سان رسمي ذميواريون پوريون ڪري ٿو. (4) سنياسي: سنياس ڌرم برهمڻ جي حياتيءَ جو آخري مقصد آهي، جنهن ۾ هو دنيا سان لڳ لاڳاپا نٽو رکي ۽ پرم آتما کي ويجهو ٿئي ٿو.



ويدن جي زماني کان پوءِ مذهبي قيادت ”برهمڻن“ جي هٿ ۾ آئي. هُنن ويدن جي سمجهاڻيءَ (شرح) ۾ پنهنجا ڪتاب لکيا، جن کي ”برهمڻا“ چيائون. انهن ڪتابن ۾ هڪڙي ئي ”گروهه“ يعني برهمڻن جي فوقيت کي برقرار رکڻ جي ڳالهه آهي، ان ڪري مذهبي روايتون ۽ عبادت جا طريقا اهڙا اختيار ڪيا ويا، جن مان صرف برهمڻن جي برتري برقرار ٿئي ٿي. برهمڻن انسان کي چئن جاتين ۾ ورهايل قرار ڏنو برهمڻ، ڪتري، وئش ۽ شودر. جنهن ۾ شودرن کي انتهائي ڪريل درجو ڏنو ويو ۽ برهمڻ لاءِ چيو ويو ته اهي پرماتما جي مٿي مان پيدا ٿيل آهن. ننڍي کنڊ ۾ عورت کي ويدن واري زماني ۾ وڏيڪ آزادي هوندي هئي. هو مذهبي رسمون مردن سان گڏجي ادا ڪنديون هيون ۽ شادي وهانءَ جي موقعي تي آزاديءَ سان نچنديون ۽ لوڪ گيت ڳائينديون هيون. لالا لجپتراءِ جو خيال آهي ته ويدڪ زماني ۾ عورتون فلاسافي ۽ مذهبي ڪتابن جو مطالعو ڪنديون هيون. ۽ رنڊ عورت جي ٻيهر شاديءَ تي ڪابه بندش ڪانه هئي، جا بعد ۾ برهمڻ سماج مڙهي ڇڏي. سماجي عالمن جو رايو آهي ته برهمڻيت بنيادي طور تي ڪو مذهبي نظريو نه آهي، بلڪ اهو آڳاٽي برهمڻ طبقي پاڻ پيدا ڪيو آهي. هنن جي ئي دور ۾ ”ستيءَ“ جي رسم جنم ورتو جيڪا 500 ق. م کان 300 ق. م تائين پنهنجي اوج تي هئي، تان جو گوتم ٻڌ جي نظرئي اچي برهمڻ سماج جي فوقيت کي ڌڪ هنيو.

**برهمڻ آباد:** شهدادپور ريلوي اسٽيشن کان 8 ميل اوڀر طرف برهمڻ آباد جي قتل شهر جا آثار موجود آهن. اهي قديم آثار، ”دلوراءِ جي دڙن“ سان به سڃاتا وڃن ٿا، جيڪي تعلقي شهدادپور جي ديهه ” 42 جُمڙائو“ ۾ هڪ ڪلوميٽر جي فاصلي تي آهن.



هيءُ شهر هڪ وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هو جيڪو ڪنهن وقت پُررونق هوندو هو پر اڄڪلهه رڳو مٽيءَ جي ڍيرن جي صورت ۾ آهي. عربن 712ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي دارالحڪومت لاءِ برهمڻ آباد کي منصوره جو نالو ڏنو. لوڪ روايتون آهن ته هتان جو حاڪم ”دلوراءِ“ نالي هڪ ظالم شخص هو جنهن جي ظلمن سبب هيءُ شهر تباهه ٿيو پر اصل ۾ هيءُ شهر مهراڻ درياهه جي رُخ مٽائڻ ڪري تباهه ٿيو هو. ڪن جو خيال آهي ته محمود غزنويءَ سومنات فتح ڪرڻ بعد واپسيءَ تي حملو ڪري هتان قرمار ڪري، هيءُ شهر ساڙي ڇڏيو هو ڇو جو اُتي اسماعيلي خفيف سومري جي حڪومت هئي. اسماعيلين سان هن جو ازلي وير هو. سال 1854ع ۾ بيلاسس ۽ رچرڊسن هنن آثارن جي کوٽائي ڪئي هئي ۽ کوٽائيءَ جا نتيجا بمبئيءَ جي رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي رسالي ’السٽريٽيڊ لنڊن‘ ۾ سال 1857ع ۾ ڇپيا هئا. ڪي لڌل شيون برٽش ميوزيم ۽ بمبئيءَ جي عجائب گهر ۾ رکيون ويون. هن قتل شهر ۾ پٿر جي ڪنهن به قسم جي تعمير ڪانهي، پر شهر ۾ هنڌين ماڳين پراڻي سڙيل ڪاٺ جا ٽڪرا اهو ثابت ٿا ڪن ته هتي تمام عمدو ۽ وڏي پيماني تي ڪاٺ جو ڪم ٿيل هو. هن پراڻي شهر کي آباد ڪرڻ جا گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڌار ڌار دور آهن. مٿئين تهه جي پٽين جا بنياد ننڍي تختيءَ وارين سرن سان جوڙيل آهن. پائينجي ٿو ته مٿئين تهه وارو شهر عرب دور جو اڏايل آهي. ان حصي مان مٽيا ۽ سڪا به مليا آهن. جيڪي پوئين دور سان لاڳاپيل آهن. پر ٻي ڪابه قيمتي شيءِ نه ملي آهي. ٽامي جا ڪٽيل ۽ ڳريل سڪا ته جام مليا آهن، پر چانديءَ جا تمام ٿورا مليا آهن ۽ سون جا ته ماڳهين ڪونه مليا آهن. ان کان هيٺئين تهه جي کوٽائيءَ مان هندو دور جون مورتيون

وغيره مليون آهن، يعني تہ هن شهر جي اڏاوت ۾ هيٺيون تهہ قديم دور جي اڏاوت وارو آهي ۽ مٿيون تهہ ۾ ابتدائي عرب دور جا آثار آهن. ڇچنامي ۾ هن نالي جي صورتخطي "برهمناباد" آهي. بهر صورت هن نالي جي پڇاڙي "آباد" مان ظاهر آهي تہ هيءُ اصل ايراني نالو آهي. تاريخ مان بہ دليل نڪري ٿو تہ هيءُ شهر غالباً ايران جي بادشاهہ بهمن اردشير جي حڪم سان ٻڌو ويو هو ۽ ان جو اصل نالو 'بهمنوا' هو. جيڪو بدلجي 'بهمن آباد' ٿيو. بهمن اردشير پنهنجي وسيع بادشاهيءَ ۾ انهيءَ نالي سان شهر جوڙايا. هڪڙو بهمن آباد، خراسان ۾،



جيڪو "ري" ۽ "نيشاپور" شهرن جي درميان هو. ٻيو عراق ۾ جنهن کي ڀهرائين "ابيد اردشير" جو نالو ڏنو ويو. مگر اهو بہ پوءِ "بهمنيا" سڏجڻ لڳو ۽ خود مؤرخ طبريءَ جي ڏينهن (932- 868هہ/ 1525-1463ع) ۾ پڻ موجود هو. جيئن تہ سنڌ کي بہ اردشير فتح ڪري پنهنجي بادشاهت هيٺ آندو هو. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ پڻ سندس نالي سان شهر ٻڌو ويو هوندو. انهيءَ جي تصديق "مجمع التواريخ" مان ٿئي ٿي، جنهن جو مصنف لکي ٿو تہ بهمن اردشير هن پاسي بہ شهر ٻڌايا، هڪڙو ترڪن ۽ هندن جي سرحد نروار ڪرڻ لاءِ قندابيل (گنداوا) ۽ ٻيو ٻُڌيہ جي پرڳڻي ۾ "بهمڻ آباد"، جنهن نالي سان هينئر "منصوره" کي سڏيو وڃي ٿو.

غالباً گهڻو پوءِ جڏهن سنڌ ۾ برهمڻن جو دخل ٿيو. تڏهن "بهمن آباد" نالي کي ڦيرائي "برهمڻ آباد" سڏيو ويو. هندستان جي برهمڻ راجا "قفند" پنهنجي پاءُ ساميڌ کي جڏهن سنڌ تي چاڙهي موڪليو. تڏهن هن بهمڻ آباد ۾ آتشڪدي جي جاءِ تي بتخانو قائم ڪيو. شهر جي نالي جي ڦيرگهير شايد خود انهيءَ تعصب سبب يا برهمڻن جي ڏگهي تسلط سبب يا سنڌي ٻوليءَ جي مقامي اُچار سبب وجود ۾ آئي هجي. البيرونيءَ پنهنجي تصنيف 'ڪتاب الهند' ۾ 11 صدي عيسويءَ جي شروعات ڌاري بہ هن شهر جو نالو "بهمنوا" لکيو آهي، جنهن مان پڻ هن شهر جي اصلي ايراني نالي جي تائيد ٿئي ٿي. البيرونيءَ وڌيڪ لکي ٿو تہ "برهمناباد" درحقيقت "بهمنوا" آهي. 'فتح نامي' مان ظاهر آهي تہ راءِ گهراڻي جي وقت ۾ برهمڻ آباد، لوهاڻي پرڳڻي جو مرڪزي شهر ۽ اتي جي حاڪم "اگهم راجا" جي گاديءَ جو هنڌ هو محمد بن قاسم جي فتح وقت يعني 712ع ۾ برهمڻ آباد هن ايراضيءَ جو مکيہ قلعو هو شهر هن مضبوط قلعي اندر هو جنهن کي چار دروازا هئا ۽ هن شهر جي اُيرندي پاسي کان "جلوالي" نالي نهر وهندڙ هئي. برهمڻ آباد جي مرڪزي حيثيت غالباً تڏهن گهٽي، جڏهن محمد بن قاسم جي پٽ عَمرو، سنڌ جي گورنر الحڪم جي ايامڪاريءَ ۾ (22-121هہ/ 39- 738ع) سندس شاندار فتوحات جي يادگار ۾ منصوره جو شهر ٻڌايو. جو برهمڻ آباد کان ٻن فرسنگن جي مفاصلي تي هو. هن نئين شهر جو نالو جيتوڻيڪ الحڪم جي فتوحات سبب "المنصوره" رکيو ويو. پر جيئن تہ هيءُ نئون شهر هن ساڳئي برهمڻ آباد واري ايراضيءَ توڙي سڄيءَ سنڌ جو تخت گاهہ بنيو. انهيءَ ڪري مقامي طور سنڌ وارن جي نئين شهر کي بہ برهمڻ آباد سڏيو. اصطخريءَ ۽ ابن حوقل صاف طور لکيو آهي تہ سنڌ ۾ منصوره کي بہ "برهمناباد" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو انهيءَ ڪري ئي عرب مؤرخن منصوره جي هن نئين مقامي نالي برهمڻ آباد ۽ جهوني بهمن آباد (جيڪو منصوره کان ٻہ فرسنگ پري هو) ۾ تميز ڪرڻ لاءِ اصلي برهمڻ آباد (جنهن کي محمد بن قاسم فتح ڪيو هو) "برهمناباد قديمتي" يا "برهمناباد قديم" يعني جهونو برهمڻ آباد ڪري سڏيو هاڻي سوال آهي تہ اهو اصلي قديم برهمڻ آباد ڪهڙيءَ جڳهہ تي هو هن سلسلي ۾ ٻہ حوالا نهايت اهم آهن: هڪ تہ برهمڻ آباد، نئين ٻڌايل شهر منصوره کان ٻن فرسنگن جي مفاصلي تي هو ۽ ٻيو تہ ان جي اُيرندي طرف کان "جلوالي" ندي وهندڙ هئي. آثار قديمہ کاتي طرفان 22- 1920ع واري عرصي ۾ جيڪا کوٽائي ٿي، ان مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ شهدادپور کان 8 ميل کن اوڀر- ڏکڻ طرف جمڙائو واهہ جي لڳولڳ اوڀر طرف، دلوراءِ وارو مشهور ڀڙو ۽ ان جا وسيع کنڊرات درحقيقت عربي شهر منصوره جا کنڊرات آهن. عرب گورنرن جا لڌل سڪا، ٺِڪر جو سامان ۽ قديم شاهي مسجد جا آثار ۽ هن شهر جي مقامي نالي "ٻانڀڻياهہ" سبب، هن آثارن کي برهمڻ آباد ٺهرايو ويو آهي. منصوره کان اتر اوڀر طرف ڄراريءَ جو ڳوٺ آهي، جنهن جو نالو قديم نهر "جلوالي" (جلوالي= ڄرواري=ڄراري) جو هڪ يادگار آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي تہ: "اسان انهيءَ ايراضيءَ جو پوريءَ طرح گشت ڪيو آهي، اسان جي خيال ۾ "ڳاڙهي ڀڙي" (ڳوٺ پليي لغاري، تعلقي سنجهوري جي لڳ اوڀر طرف) جا کنڊرا يا ڏيپر گهانگهري جي ٺُل (جهول طرف) اولهہ وارا کنڊرا، انهن ٻن مان ڪنهن بہ هڪ جا آثار قديم "برهمڻ آباد" جا آثار آهن. اهي ٻئي کنڊرات منصوره کان اٽڪل پنجن ڇهن ميلن يعني ٻن فرسنگن جي مفاصلي تي آهن." هاڻ هڪ منارو وڃي بچيو آهي، يعني بابن واهہ جي شهر ۾. ماڻهن کي انهيءَ مناري بابت شڪ آهي تہ اهو بانبراهہ، بانبناهہ (ٻانيڻاهہ) "برهمڻ آباد" آهي، پر تاريخ جي مطالعي ۽ آثار قديمہ جي کوجنا موجب ان جا آثار، جيڪي شهدادپور، ضلعي سانگهڙ کان 8 ميل اوڀر تي موجود آهن، اصل ۾ منصوره سان تعلق رکن ٿا، جنهن کي عمرو بن محمد بن قاسم سال 112- 111هہ/ 30-729ع ڌاري حڪم بن عوانہ ڪلبيءَ جي حڪومت دوران تعمير ڪرايو هو. ان کان پوءِ اهو شهر سنڌ ۾ نئين برهمڻ آباد جي نالي مشهور ٿيو. اڳاڻو برهمڻ آباد جو شهر هن نئين شهر (منصوره) کان ٻہ فرسنگ پري هو. جنهن جا آثار منصوره کان اڀرندي پاسي آهن. اڄڪلهہ ان کي ڏيپر گهانگهري وارو ڦٽل ماڳ ڪوٺيو وڃي ٿو. برهمڻ آباد کان ڏکڻ، عمرڪوٽ ۽ کپري جي وچ تي ڪيترن ئي قديم شهرن جا کنڊر آهن. انهن مان هڪ "رتو ڪوٽ" بہ آهي، جيڪو هاڪڙي درياهہ جي ڪنڌيءَ سان آباد هو وري ڪجهہ هيٺ قديم بدين جي کنڊرن جي اوسي پاسي ٻراڻا شهر هئا. هتي مکيہ وهڪري مان ڪيترين ئي چاڙهون نڪرنديون ڏسجن ٿيون، جن جا ٻراڻا پيٽ ڏاڍا چٽا بيٺا آهن. پندرهن ويهن ميلن ۾ مذڪوره چاڙهون مکيہ وهڪري سان پور وڇوٽ هلنديون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون ۽ اهو علائقو انهن چاڙهن جي پيٽن سان ڇچريو پيو آهي.

**برھمڻ گھراڻو:** سنڌ تي حڪمراني ڪندڙ برهمڻ گهراڻو. جيڪو عربن کان اڳ سنڌ تي حڪومت ڪندو هو. برهمڻ گهراڻي جي راجائن 632ع کان 712ع تائين، 80 ورهيہ سنڌ تي حڪومت ڪئي. هن گهراڻي جا ٽي راجا مشهور آهن: (1) ڇچ پٽ سيلائج، (2) چندر پٽ سيلائج ۽ (3) ڏاهر پٽ ڇچ. برهمڻ گهراڻي جو بنياد ڇچ وڌو، جيڪو راءِ گهراڻي جي آخري بادشاهہ راءِ سهاسي ثانيءَ جي وزير رام راءِ وٽ منشي هو. چيو وڃي ٿو تہ هن راءِ سهاسي ثانيءَ جي راڻي سونهن ديويءَ (سونهنديءَ) جي مدد سان تخت هٿ ڪيو. ڇچ جي من جي مراد اها ٿي ڏٺي تہ ٻڌ ڌرم جو زور ڀڃي، برهمڻزم جو جهنڊو بلند ڪري. هُو اول، سنڌ جي وزير رامراءِ وٽ منشي ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.

پنهنجي قابليت جي ڪري، راماِءِ جي مرڻ کان پوءِ وزير ٿيو پوءِ راءِ سهاسيءِ جي راڻيءَ سونهنديءِ (سونهن ديوي) سان شادي ڪيائين ۽ راءِ سهاسيءِ کان پوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو ۽ برهمڻ ڌرم کي زور وٺايائين. چچ سنڌ تي 40 سال حڪومت ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ چندر گاديءَ تي ويٺو جنهن اٺ سال حڪمراني ڪئي. برهمڻ گهراڻي جو آخري بادشاهه ڏاهر پٽ چچ هو ڏاهر 12 ورهيه حڪومت ڪئي. هن جي دؤر ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي. هن ڪاهن ۾ عربن کي شڪست ملي. ٽينءَ ڪاهه (جنهن جي اڳواڻي محمد بن قاسم ڪئي) ۾ عربن سنڌ تي قبضو ڪيو جنگ ۾ راجا ڏاهر مارجي ويو. اهڙيءَ طرح 712ع ۾ برهمڻ گهراڻي جي 80 سالن جي دور جي پڄاڻي ٿي.

**برهم وديا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پرمانند جو لکيل آهي. جنهن ۾ ويدڪ ڌرم جي تعليم ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. پرمانند، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1940ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**برهم وَرتُ**: سَرسوتي ۽ وَرشوتي ندين جي وچ واري زمين، جيڪا دهليءَ جي اُتر اولهه ۾ آهي. مڌيه پرديش، آريه ورت.

**برهمو سماج**: 'برهمو' مت جي جماعت، جيڪا راجا رام موهن راءِ بنگال ۾ ٺاهي هئي ۽ پوءِ سڄي هندستان ۾ پکڙجي وئي. هندو سماج جي سڌاري لاءِ ڪلڪتي ۾ "برهمو سڀا" نالي سان هڪڙي انجمن، 20 آگسٽ 1828ع ۾ قائم ٿي، جنهن جو باني رام موهن راءِ هو هُن جي ڪوشش سان انهيءَ سال ٿي "سَتِي لڪڙيءَ" جي رسم قانوناً ختم ڪئي وئي. هن انجمن جو بنياد 'وحدت الوجود' جي فلسفي تي رکيو ويو هو مگر برهمو سماج جي پوڄا گهر ۾ اڳواڻي فقط برهمڻ ئي ڪري سگهيو ٿي. سڀا جو پهريون منتري تاراچند چڪرورتي هو هن سالن ۾ هيءَ تحريڪ ايتري مقبول ٿي وئي، جو "برهمو فرقو" وجود ۾ اچي ويو ۽ ان فرقي جي عبادت لاءِ رام موهن راءِ پنهنجي ذاتي خرچ سان عبادت خانا ٺهرايا. برهمو سماج جي پوئلڳن ۾ رابندرناٿ ٽئگور ۽ ڪيشب چندريسن جا نالا قابل ذڪر آهن. پاڪستان کان اڳ حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ ۾ برهمو سماج وارن جا مرڪز هوندا هئا، جن ۾ هر مهيني ويا ڪياڻ ٿيندو هو.

**برهمو سماج**[2]: سنڌ مان نڪرندڙ پنهنجي وقت جي هڪ مشهور اخبار جو نالو جيڪا 1875ع ۾ ساڌو نولراءِ آڏواڻيءَ جاري ڪئي هئي.

**برهمي**: هڪ قسم جي ول، جيڪا پسارڪي وڪر طور ڪم ايندي آهي. هيءَ ٻن قسمن جي ٿئي ٿي. هيءَ ول زمين تي چَڙهو هٽي ٿي. اصل برهميءَ جا پن گهوڙي جي سنب جيان ۽ ڪنارن کان نوڪدار ٿين ٿا. ٻئي قسم کي "منڊوڪ پرني" چيو وڃي ٿو هن جو پن اصل برهميءَ کان ٿورو وڏو ۽ ٿلهو ٿئي ٿو هيءَ گاهه جي نالي سان به مشهور آهي، جو خوشبودار هئڻ سبب تيل ۾ به ملائي ويندي آهي. هيءَ ذائقي ۾ ڪوڙي ۽ ڪساري ٿئي ٿي. هيءَ طبي لحاظ کان پيٽ کي نرم ڪندڙ، هاضمو وڌائيندڙ، اعصاب ۽ حافظي کي تقويت بخشيندڙ آهي. حڪيم هن جي ٿاڌل ٺاهي مٽي جي سور، مغز جي ڪمزوريءَ ۽ اکين جي نظر جي گهٽتائيءَ لاءِ ڏيندا آهن ۽ سندن خيال آهي ته هيءَ بدن جي خوبصورتيءَ ۽ چمڙي لاءِ مفيد آهي.

**برهمي رسم الخط**: واديءِ سنڌ جي تهذيب مان 'سنڌو لکت' جا قديم نمونا هٿ آيا آهن. ماهرن جي راءِ موجب سنڌو ماٿرجي انهيءَ قديم 'سنڌو لکت' کان پوءِ برصغير ۾ ٻن قسمن جا رسم الخط رائج هئا. اُنهن مان هڪ رسم الخط کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو هو ته ٻيو رسم الخط اُن جي ابتڙ يعني ساڄي کان کاٻي لکيو ويندو هو اهو ساڄي کان کاٻي طرف لکڻ وارو رسم الخط، برصغير جي اُتر- اولهه واري خطي ۾ اٽڪل ٽين صدي ق. م کان وٺي، ٽين- چوٿين صدي عيسويءَ تائين جاري رهيو انهن مان پهرئين رسم الخط کي، جيڪو کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو هو 'برهمي رسم الخط' سڏيو ويندو هو جڏهن ته ساڄي کان کاٻي طرف لکڻ جي طريقي واري رسم الخط کي 'ڪروشتي رسم الخط' سڏيندا هئا. برصغير جا اڪثر ودوان اها راءِ رکن ٿا ته برصغير جا سڀئي رسم الخط 'برهمي رسم الخط' مان نڪتا آهن. ٻولين جا ماهر ڪروشتي رسم الخط کي آسانيءَ سان سامي رسم الخط سان ملائي، اُن کي سامي شاخ سڏين ٿا، جاڪاڻ ته اهو (ڪروشتي) رسم الخط ساڄي کان کاٻي طرف لکيو ويندو هو پر برهمي رسم الخط جي اوليت ۽ اصليت لاءِ ماهرن جدا جدا رايا ڏنا آهن: مسٽر پرنسپ (Mr. Prinsep) ۽ ٻيا ماهرهن راءِ جا آهن ته برهمي رسم الخط، گريڪ (يوناني) رسم الخط تان ورتو ويو هو ڇوته اهو رسم الخط کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو هو. پر سر وليم جونز، مسٽر پرنسپ ۽ ٻين جي انهيءَ دعويٰ کي رد ڪندي لکيو آهي ته "برهمي رسم الخط جو لاڳاپو به سامي رسم الخط سان آهي." مسٽر بوهل هندستان جي برهمي رسم الخط جي باري ۾ ڪافي دليلن سان لکيو آهي. سندس راءِ موجب برهمي رسم الخط اُتر- سامي خطي واري رسم الخط جي شاخ آهي. مسٽر گوري شنڪر هيرانند اوجها، جنهن اشوڪا ۽ گپتا دور جي ڪتبن تي لکيل مضمونن کي 1894ع ۾ پنهنجي هندي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب "پراچين لپي مالا" ۾ سهيڙيو آهي، تنهن مسٽر بوهل سان اختلاف ڪندي لکيو ته "برهمي رسم الخط، اتر سامي رسم الخط جي شاخ نه آهي ۽ نه ئي وري ڪو اهو رسم الخط سامي رسم الخط جي اوٽ تي لکيو ويو آهي." هن ڏس ۾ ڪن ماهرن جو خيال آهي ته "برهمي رسم الخط"، 'ديسي رسم الخط' آهي ۽ واديءَ سنڌ ۾ مروج رسم الخط خاص ڪري هڙپا واري رسم الخط مان جنم ورتو اٿس." ڊاڪٽر احمد حسن دانيءَ جي راءِ موجب "برهمي رسم الخط" جو اصل نسل يا بڻ بنياد اها قديم تهذيب آهي، جنهن جو برصغير پڻ حصو رهيو آهي." ماهر اهو به ڄاڻائين ٿا ته واديءِ سنڌ جو 'سنڌو رسم الخط' ساڄي کان کاٻي طرف لکيو ويندو هو واديءَ سنڌ جي 'تصويري رسم الخط' (Pictographic) ۽ انوماني يا 'آئيڊيو گرافڪ رسم الخط' (Ideographic) جي ايجاد مان ڪافي ثبوت ملن ٿا، جن مان اهو ظاهر ٿو ٿئي ته واديءَ سنڌ جي تهذيب ۽ مغربي ايشيا جي وچ ۾ گهاٽا تعلقات هئا. واديءَ سنڌ ۾ آرين جي اچڻ کان پوءِ اهي رشتا ۽ لاڳاپا وڌيڪ مضبوط ٿيا. آريا پڙهيل هئا يا نه، اهو هڪ جدا سوال آهي، پر اها حقيقت آهي ته جن ماڻهن سان هو لهه وچڙ ۾ هئا، اُهي رسم الخط جي فن کان چڱيءَ طرح واقف هئا؛ پر اهڙو ڪو به ثبوت نٿو ملي، جنهن مان اهو معلوم ٿي سگهي ته واديءَ سنڌ ۾ آيل آرين کي ڪو پنهنجو رسم الخط هو، يا هو ڪو پنهنجو رسم الخط کڻي آيا هئا. هن ڏس ۾ البت مسٽر گوري شنڪر هيرانند اوجها اهڙي ثبوت ڏيڻ ۽ تجزيو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مسٽر اوجها جو رايو آهي ته آريا جڏهن واديءَ سنڌ ۾ پهتا، تڏهن ڪين پنهنجو رسم الخط هو هن (مسٽر اوجها) آرين جي ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ وينجنن، سُرن، وينجنن جي ميلن (sequences)، موردني ۽ ڏندن وارن آوازن لاءِ ڪم ايندڙ اکرن جا اُپنشندن مان حوالا ڏنا آهن. پر ڊاڪٽر داني، مسٽر اوجها جي انهيءَ دعويٰ کي قبول نٿو ڪري. ڊاڪٽر دانيءَ جي راءِ مطابق "اشوڪا جي دور (272 ق. م کان 230 ق. م تائين) کان اڳ هندستان ۾ ديسي رسم الخط جي وجود جو ڪو به پڪو ثبوت نٿو ملي." هاڻ جيڪڏهن ڊاڪٽر داني صاحب جي اها پوئين راءِ وزندار ليکي وڃي ته پوءِ هيءُ سوال ذهن تي تري ٿو اچي ته ويد ڪهڙي لپيءَ ۾ لکيا ويا هئا؟ سنسڪرت ۽ پراڪرت جو اوائلي ادب ڪهڙي

رسم الخط ۾ لکيو ويو هو؛ تڪش شلا جا ودوان ڪهڙو رسم الخط ڪم آڻيندا هئا ۽ پنڊت پاڻينيءَ پنهنجو وياڪرڻ ڪهڙي لپيءَ ۾ لکيو هو؛ ڪن ماهرن جي خيال موجب ويدن جا منتر اوائلي برهمي لپيءَ ۾ لکيا ويا هئا، جنهن لپيءَ پوءِ وياڪرڻين جي هٿ هيٺ پختگي حاصل ڪئي؛ ڪن ماهرن جو خيال آهي ته ان وقت برصغير ۾ مغربي- ايشيائي رسم الخط جو ڪو نمونو استعمال ٿيندڙ هو. ڊاڪٽر دانيءَ پنهنجي ڪتاب Indian Palacography ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته برهمي رسم الخط جي اکرن ۾ هيلين اکرن ۽ ڪانءَ ڪا هڪجهڙائي آهي. اهي اکر آهن:

ڪ ک گ گھ ڱ

چ ڇ ج جھ ڃ

ٽ ٺ ڊ ڍ ڻ

ت ٿ د ڌ ن

پ ڦ ب ڀ م

ي ر ل و س ھ

ڊاڪٽر دانيءَ جي راءِ موجب "برهمي رسم الخط" هندستاني وياڪرڻين جي ايجاد آهي. ڪن ماهرن جي راءِ موجب برهمي لپي، اُترين سامي رسم الخط، خاص ڪري آرامي يا فنيقي رسم الخط مان اُسري ۽ اڀري وڌي، پر ڊاڪٽر دانيءَ طرفان ڏنل چارٽ جي اڀياس ڪان پوءِ اها ڳالهه ثابت ٿي ٿئي ته برهمي لپي ۽ اُترين سامي لپيءَ جي وچ ۾ گهٽي هڪجهڙائي ڪانهي. مٿي ماهرن جي حوالي سان چيو ويو آهي ته برهمي لپي وادي سنڌ جي ودوانن جي ذهني ايجاد آهي، جن اُن کي ديسي طرز تي جوڙيو هو انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر دانيءَ طرفان ڏنل چارٽ ۾ شامل ڪيل اکرن جي تقابلي مطالعي ۽ گهري اڀياس مان هيءُ نتيجو ٿو نڪري ته برهمي لپي اُترين- سامي لپيءَ جو هوبهو نقل نه آهي. هن ڏس ۾ پروفيسر بُئشر ۽ جڳ مشهور آرڪيالاجسٽ سرجان مارشل جا رايا وڏيڪ وزندار ۽ حقيقت تي مبني لڳن ٿا. پروفيسر بُئشر لکي ٿو ته "ڪن ماهرن جو خيال آهي ته برهمي رسم الخط ديسي آهي ۽ وادي سنڌ ۾ مروج رسم الخط مان جنم ورتو اٿس." سر جان مارشل جي دعويٰ گهڻي اهميت واري آهي. هن پنهنجي تحقيقي رپورٽ ۾ Indus Script واري عنوان هيٺ لکيو آهي ته: "واديءَ سنڌ جي موهن جي دڙي وارو رسم الخط قديم هندستان جي برهمي رسم الخط جو بڻياد يعني ماخذ آهي؛ يعني ته برهمي رسم الخط وادي سنڌ جي موهن جي دڙي واري تصويري (Pictographic) رسم الخط مان جڙيو ۽ اُسريو". هت اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته موهن جي دڙي واري 'سنڌو لکت' ساڄي ڪان کاٻي لکي ويندي هئي، جڏهن ته برهمي رسم الخط کاٻي ڪان ساڄي لکيو ويندو هو ان جو سبب سر جان مارشل جي راءِ موجب هيءُ ٿي سگهي ٿو ته گريڪ/ يوناني رسم الخط، فنيقي رسم الخط مان جوڙيو ويو هو پر اُن جي لکت جو طرف ساڄي ڪان کاٻي طرف جي بدران، مقامي حالتن ۽ ٻوليءَ جي مزاج مطابق کاٻي ڪان ساڄي طرف ڦيرايو ويو. تيئن برهمي لپيءَ جو رُخ به مقامي حالتن ۽ ٻوليءَ جي صوتي ۽ اصواتي مخرجن جي ڪري، کاٻي ڪان ساڄي ڪيو ويو سنڌ جي هڪ دانشور سراج، موهن جي دڙي جي ڪجهه مهرن جي لکت مان اهو انومان ڪيو آهي ته اها ٻنهي طرفن ڪان لکي ويئي آهي يعني جيڪڏهن شروعات ساڄي ڪان ٿي آهي ته سٽ جي پڄاڻيءَ تي نئين سٽ کي اتان ئي کاٻي طرف ڪان ساڄي طرف ڏانهن جاري رکيو ويو آهي. بهرحال هيءُ سوال به اهم آهي ته برهمي لپي ڪڏهن جوڙي وئي ۽ ڪهڙي زماني ڪان رائج ٿي، اهو چئي نٿو سگهجي. البت ايترو معلوم ٿيو آهي ته مهاراجا اشوڪا جا ڪتبا، اوائلي برهمي لپيءَ ۾ لکيل آهن. انهيءَ

ثبوت جي روشنيءَ ۾ چئي سگهجي ٿو ته برهمي رسم الخط مهاراجا اشوڪا جي زماني ڪان ڪافي اڳ ٺاهيو ويو هوندو، جيڪو مختلف مرحلا طيءِ ڪري اشوڪا جي زماني تائين سڌريل رسم الخط بڻجي چڪو هو ايس آن راءِ جو رايو آهي ته "برهمي رسم الخط جي سڀ ڪان آڳاٽي لکت اسان کي 'پپراهوا' (Piprahawa) جي هڪ ننڍڙي پيتيءَ (Casket) تي لکيل ملي آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها 450 ق. م سان واسطو رکي ٿي. برهميءَ کي سنڌو لکت سان ڀيٽائي ڏسڻ جي مقصد سان، اشوڪا جي دور وارن ٽڪرن تي اُڪريل لکت کي شامل ڪيو ويو آهي، جنهن جو لاڳاپو ٽين صديءَ ق. م سان آهي. هڪ پاسي موهن جي دڙي جي پوئين دور سان لاڳاپيل ڪن ماڳن، جهڙوڪ رنگپور، لوٿل، دوارڪا بيٽ ۽ دائم آباد (1600- 1300 ق. م) مان لکتون لڌيون ويون آهن. ٻئي پاسي برهمي لکت آهي، جنهن جو واسطو 'اشوڪ' ۽ 'پپراهوا' جي دور واريءَ لکت سان آهي، اُن جو زمانو ٽين صدي ق. م آهي. ٻنهي ۾ وقت جي وڏي وٿيءَ هوندي به سنڌو لکت جون سورهن نشانيون، برهمي لکت ۾ ڏٺيون ويون آهن. ڪي اهڙيون نشانيون به نظر آيون آهن، جيڪي سنڌو لکت ۾ نه هيون، پر رڳو برهميءَ ۾ موجود هيون. سخت تارونءَ وارن آوازن، جهڙوڪ: ڃ، ج، ش ۽ ي. اهو وچ وارو مرحلو اسان کي دائم آباد ۽ دوارڪا بيٽ مان لڌل لکتن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو اهڙيءَ ريت سترهن نشانيون اهڙيون لڌيون آهن، جيڪي سامي ۽ سنڌو- لکت ۾ هڪجهڙيون آهن. سورهن نشانيون وري اهڙيون آهن، جيڪي سنڌو ۽ برهمي لکتن ۾ هڪجهڙائي رکن ٿيون. جيئن ته سنڌو- لکت برهمي ۽ سامي لکت ڪان تمام پراڻي آهي، تنهنڪري معلوم ائين ٿو ٿئي ته هنن ٻنهي، سنڌو- لکت تان پنهنجون نشانيون ورتيون آهن.

پهرين صدي عيسويءَ جي ٻوڌي عبادتگاهن مان برهميءَ ۾ لکتون مليون آهن، جن مان سانچي جي ڏيورين مان مليل لکتون اهم آهن، جيڪي ٽامي جي ٿالهين جي اڪريل آهن. اهي کهنا ماڳ لپيءَ جي قدامت ٻڌائين ٿا. ٻڌن جي ڪتاب "ليتا وستار" ۾ 64 لپين جو ذڪر ملي ٿو ان تي اجا تحقيق رهيل آهي. هي پاڻيني جي نالي سان به سڏي ۽ سڃاتي وڃي ٿي. هي ٻوڌين جي دور جي اهم لپي آهي، ٻڌن جا ڪتاب پالي ٻولي ۽ برهمي ۾ لکيا ويندا هئا. هن لکت مان، جاواني، بانيز، برمي، ڪمپوڊيائي، لائو، گاٿي سترام آهن (جنهن مان جديد جپاني ۽ ٻيا رسم الخط ٺهيا آهن) هن جو ڪيليگرافيءَ وارو نمونو چپان ۾ آرٽ جو درجو رکي ٿو.

**لکت جو نمونو:**

**حرف صحيح** (Consonant)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ka [kə] | kha [kʰə] | ga [gə] | gha [gə] | ṅ [ŋə] |
| ca [cə] | cha [cʰə] | ja [jə] | jha [ɟʰə] | ña [ɲə] |
| ṭa [ʈə] | ṭha [ʈʰə] | ḍa [ɖə] | ḍha [ɖʰə] | ṇa [ɳə] |
| ta [tə] | tha [tʰə] | da [də] | dha [dʰə] | na [nə] |
| pa [pə] | pha [pʰə] | ba [bə] | bha [bʰə] | ma [mə] |
| ya [jə] | ra [rə] | la [lə] | va [ʋə] | |
| śa [ɕə] | ṣa [ʂə] | sa [sə] | ha [hə] | |

حرف علت(Vowels)

| 𑀅 | 𑀆 | 𑀇 | 𑀈 | 𑀉 | 𑀊 | 𑀏 | 𑀐 | 𑀑 | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| a | ā | i | ī | u | ū | e | ai | o | |
| [ə] | [aː] | [i] | [iː] | [u] | [uː] | [e, ɛ] | [əy] | [o, ɔ] | |
| 𑀓 | 𑀓𑀸 | 𑀓𑀺 | 𑀓𑀻 | 𑀓𑀼 | 𑀓𑀽 | 𑀓𑁂 | 𑀓𑁃 | 𑀓𑁄 | 𑀓𑁅 |
| ka | kā | ki | kī | ku | kū | ke | kai | ko | kau |

**بَرِي:** ٻاڪري مال جو هڪ نسل. ٻڪريءَ جو هڪ قسم، جيڪا ننڍڙن لاسڙ وارن سان يڪ رنگي ٿئي ۽ قدري هرڻ سان مشابهت رکي ٿي. بري ٻڪريءَ جا هيٺيان قسم آهن: 'ڪيتي بري'، 'ڏوڙاڪي بري'، 'وانگاٺي بري'، 'ڪاري بري'، 'ڳاڙهي بري'، 'پوري بري'، 'جُهري بري'، 'ٻگي بري'، 'هٺڊي بري'، 'ڪَهري بري'، 'ٽاپري بري'، 'بادامي بري'، 'چيني بري'. هن نسل جون ٻڪريون حيدرآباد، نوابشاهه، ٿرپارڪر، سکر ۽ دادو ضلعن ۾ پاليون وينديون آهن. هيءَ نسل خوبصورت آهي ۽ مالدار شوق سان پاليندا آهن. ڪن تي پوري رنگ جا داغ پڻ ٿيندا آهن. سڱ هرڻ وانگر سڌا ۽ تکا ڇهنباريا ٿين. ڪَنَ ننڍا پر ڪڙا، پريل جسم، سنڌي پُٺي، ڳچي سنهي ۽ ڏگهي هوندي اٿن. وچولو اوهه، ننڍا ٿڻ، ڪل سنهي ۽ جسم تي تمام ننڍا وار ٿيندا اٿن. هن نسل جون ٻڪريون سنڌ ۾ عام جام آهن. هي ٻڪريون اڇي، ڳاڙهي، ڪاري، يا چٽڪمري رنگ جون ٿين. اهي بندري قد جون، چالاڪ، ننڍين ٽنگن واريون ٿين. ڪي ٻڪريون ننڍڙن سڱن سان ۽ ڪي موڏيون به ٿين. هن ٻڪريءَ جون اکيون وڏيون ۽ چمڪندڙ، متو ننڍو ٿئيس. بَري ٻڪري هڪ ئي وقت تي ٽِنَ ٻچن ڄڻڻ جي صلاحيت رکي ٿي.

**بَرِي**[2]: سنڌي سماڪي زناني چولي ۾ چاتيءَ وٽ نهيل ڪيسي کي "بري" چئبو آهي ۽ ڳچيءَ کان چاتيءَ تائين چولي يا قميص جي پٽي، جنهن ۾ بٽڻ پوندا آهن، اها به "بري" سڏبي آهي.

**بَرِي**[3]: نالين ۾ گدرن ۽ هنداڻن جي ٻجن جي ٻيجي طور هنيل چنگيءَ کي به بري چئبو آهي.

**بَرِي**[4]: هن نالي سان تعلقي جوهيءَ جي ديهه "چاڪرڪوٽ" ۾ هڪ ڳوٺ پڻ آباد آهي.

**بُريانُ:** هيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي، جيڪا 'تخت' جي ڦرهن کي جهلي بيهندي آهي.

**برياني:** ڳهٽي گوشت ۽ گيهه واري سنڌي پلاءُ جو هڪ قسم، جنهن ۾ اڌو اڌ گوشت ۽ چانور پيل هوندا آهن. ڳهٽي گيهه، بصر ۽ ٽماٽن ۾ گوشت کي پُچي، مصالحو وجهي رکندا آهن، پوءِ چانور ڏار اوٻاري انهن جي اندر تهن ۾ اهو پڳل گوشت رکي دم ڪندا آهن. ان کي برياني چئبو آهي. جيڪڏهن پڳل گوشت ۾ پاڻي وجهي چانورن کي ان جي اندر وجهي ڳڏي



رڌبو ته ان کي پلاءُ چئبو آهي. هن ۾ ڪنهن به قسم جي هٽرادو خوشبوءَ پيل نه هوندي آهي. هي ڪائڻ ۾ نهايت لذيذ ٿئي ٿي هن کي "پساءُ" به ڪوٺين.

**بريل سسٽم:** نابين ماڻهن کي پڙهائڻ جو هڪ طريقو جيڪو فرانس جي "لوئي بريل" ايجاد ڪيو هو اهو ڇهن اُڀريل نقطن تي مشتمل هو بريل سسٽم مان مراد اکين کان معذور ماڻهن کي پڙهائڻ آهي. هن نظام موجب لفظ اڀريل هوندا آهن انهن کي ڇهڻ کان پوءِ پڙهيو ويندو آهي. اصل ۾ اهي اکر نه هوندا



آهن، پر ڇهن نقطن سان اکرن ۽ انگن جون علامتون ٺاهيون وينديون آهن. اکين کان معذور ماڻهن کي حرف سڃاڻڻ جو اهو طريقو پيرس جي هڪ اسڪول جي استاد لوئي بريل 1835ع ۾ ايجاد ڪيو لوئي بريل 1809ع ۾ پيدا ٿيو هو ۽ 1852 ۾ وفات ڪري ويو. لوئي بريل ٽن سالن جي عمر ۾ بينائيءَ کان محروم ٿيڻ کان جڏهن پنجن ڇهن سالن جو ٿيو ته ڪيس سنڌس ئي ڳوٺ جي هڪ پادريءَ وٽ پڙهائڻ لاءِ ڇڏيو ويو، جنهن هن کي مختلف شيون ياد ڪرايون. ان کان پوءِ ڪيس پادريءَ ڳوٺ جي عام اسڪول ۾ داخلا وٺرائي ڏني، جتي هن بنيادي تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ اُتان جي استاد جي مشوري تي هن جي والد سنڌس فرانس جي شهر پئرس ۾ موجود انسٽيٽيوٽ فار دي بلائينڊس ۾ داخل ڪرايو جتي هن تعليم حاصل ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ساڳئي اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو سنڌس ايجاد ڪيل ڇهن اُڀريل نقطن مان 63 جدا جدا صورتون ٺهن ٿيون. فرينچ کان پوءِ انگريزيءَ، عربي، اردو، سنڌيءَ ۽ دنيا جي اڪثر ٻولين ۾ بريل سسٽم موجود آهي ۽ هن سسٽم تحت اسپيشل ايجوڪيشن ذريعي اسپيشل ٻارن کي پڙهايو ويندو آهي.

**برينج:** برينج، گاهه جو هڪ قسم آهي، جيڪو سنڌ اندر عام ملي ٿو. هيءُ پَٽن جي لاهين ۽ ڍڙن جي ڪپن تي ٿيندو آهي. پاڙ کان ڪيترين ئي تيلين تي جهڳٽي وانگر بيهندو آهي. ڪچڙو ۽ سائو هوندو آهي ته ٻڪريون ۽ ڍڳيون وڏي چاهه سان ڪائينديون آهن. هن ٻوٽي جي تيلين مان ٻهارا به ٺاهيندا آهن.

**بَڙُ** (Banyan/ *ficus bengalensis*): هيءُ عام مشهور وڻ آهي، جيڪو ڇاتو سڃاتو وڃي ٿو انجير جي قسم جي وڻن ۾ شمار ٿيندو آهي. هن وڻ جي ٽارين مان پاڙن وانگر هوائي ٽاريون نڪرنديون آهن، جيڪي هيٺ لهنديون وڃي زمين ۾ کُپنديون آهن. هيءُ وڻ اصل ۾ هماليه جي وادين جو آهي، پر ندين ۽ درياهن ذريعي هن وڻ جو ٻج پکڙيو هاڻي اُتر هندستان ۾ ڪثرت سان ۽ پاڪستان ۾ سنڌ جي علائقن ۾ جدو پايو ٿئي ٿو بڙ جو وڻ چاليهه پنجاهه فوٽن تائين اوچو ٿيندو آهي. ٿڙ جو گهيرو 8 يا 10 فوٽ ٿئيس. ٿڙ جي مٿينءَ کل جو رنگ سائو ۽ پُورو ٿيندو اٿس. هن وڻ جي



چوڏي، ٽارين ۽ پنن جي پاڙن مان ڪير نڪرندو آهي. هن وڻ جا پن، پپر جي پنن جهڙا، پر ان ڪان ٿورا ننڍا ٿين. پن ٻارهن ئي مهينا ساوا رهندا اٿس. هن وڻ جو ڦر انجير سان گهڻي مشابهت رکندڙ، مٺو ۽ سوادي هوندو آهي. طبي لحاظ کان هن وڻ جو کير دوا طور ڪم ايندو آهي. ٻهراڙيءَ جون تجربيڪار عورتون چوندبون آهن ته ٻار کي سٽ پئجي وڃي ته تارونءَ ۾ پيل کڏ تي لڳائڻ سان ٻار جو تارون ڪجهي ويندو ۽ سٽ جو علاج ٿي ويندو آهي. ٻڙ جا ڏيلها، ڏاڙهي ۽ کير دوائن ۾ ڪم ايندا آهن.

هيءَ وڻ تمام گهاٽو ٿيندو آهي ۽ عمر به تمام گهڻي لٽيس. عام طرح ٻڙ جي وڻ جي عمر هڪ هزار سالن تائين ٿيندي آهي. ٻڙ جو وڻ خاص ڪري ٻڌ ڌرم وارن لاءِ پوتر وڻ آهي، جو گوتم ٻڌ وارهين جا ورهيه ٻڙ جي وڻ هيٺان ويهي تپسيا ڪئي هئي.

**ٻڙ جو ڏورو:** ٻڙ جو ڏورو ضلعي بدين ۾، بدين شهر کان ڏکڻ طرف 20 ميلن جي مفاصلي تي آهي. هيءَ درياهه جو پراڻو ڏورو هو، جنهن جي ڪپ تي وڏو قديم ٻڙ جو وڻ هو. جنهنڪري اهو ڏورو 'ٻڙ واري ڏوري' جي نالي سان مشهور ٿيو. جون ٿا ته هتي رمضان جت جي ڳوٺ ۾ ميان عظيم شاهه عرف ميون وڏل رهندڙ هو. جنهن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو رسالو قلمبند ڪيو. جيڪو "گنج رسالي" جي نالي سان مشهور ٿيو اهو "گنج رسالو" شاهه عبداللطيف ڀٽائي ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

**ٻڙدي:** بلوچن جو قبيلو، جنهن ۾ هيٺيان چوويهه پاڙا آهن: 'اربائي ٻڙدي'، 'بجارائي'، 'باجڪائي'، 'بڪرائي'، 'بنگلائي'، 'پنگوار'، 'چيلائي'، 'ڏاهائي'، 'گجائي'، 'گبول ٻڙدي'، 'گولا'، 'گاڏهي'، 'گورشائي'، 'جعفري'، 'جيلائي'، 'ڪنرائي'، 'ڪٽوهڙ'، 'لولائي ٻڙدي'، 'مغيري ٻڙدي'، 'مستوئي'، 'نندائي'، 'نوحائي ٻڙدي'، 'تيغائي' ۽ 'عمرائي'.

ٻڙدي قبيلا: سبيءَ ۾ هن قبيلي کي ٻن ڏڙن ۾ ورهائي، هڪ کي حاجي حمل خان ۽ ٻئي کي ميرحاجي علي خان، جيڪي ڀائر هئا، تن جي سپرد ڪيو ويو هو. تڏهن بليدي قبيلي ۾ هڪڙا حاجيجا ۽ ٻيا ميرعالي ڪوٺجڻ ۾ آيا. حقيقت ۾ ٻڙدي ۽ بليديءَ ۾ ڪو فرق نه آهي. پر اهو فرق تڏهن واضح ٿيو جڏهن حاجيجا پاڻ کي "بليدي" ۽ ميرعاليءَ وارا پاڻ کي "ٻڙدي" سڏائڻ لڳا. بليدي، سبيءَ کان لڏي، موجوده جيڪب آباد ضلعي جي حدن ۾ آباد ٿيا ۽ ٻڙديڪا جي حڪمراني قائم ڪري ڪنڌڪوٽ ۾ آباد ٿيا ۽ سبيءَ جي علائقي ۾ رهندا آيا. ايتري تائين جو انگريز دور اچي ويو ۽ ٻڙديڪا جو انت آيو ۽ جيڪب آباد ضلعو قائم ٿي ويو. ٻڙدين جو چوڻ آهي ته هو ڏاڍر لڳ رندلي جي علائقن ۾ مقيم هئا ۽ صدين کان اُتي آباد هئا.

**ٻزاز:** بجاجُ. ڪپڙي جي واپاريءَ، ڪپڙي جي تجارت ڪندڙ، ڪپڙي جي دڪانداري ڪندڙ کي چئبو آهي. ڪپڙو مٿي يا ڀلن تي کڻي شهر شهر ڳوٺ ۾ گهور ڪندڙ کي به ٻزاز يا بجاج چوندا آهن.

**ٻزگر:** هڪ ذات جو نالو 'ٻزگر' ذات جا ماڻهو عام طرح چمڙي جي مڙهت جو ڪم ڪندا آهن، يعني چمڙي جو سامان ٺاهيندا آهن. هاڻي ٻزگر ڍُهلن ۽ نغارن تي چمڙو چاڙهڻ جو ڪم ڪندا آهن. حيدرآباد شهر ۾ ٻزگرن جو پاڙو موجود آهي.

بلوچي ٻوليءَ ۾، روزاني اجرت تي ٻني ٻاري ۾ مزدوري ڪندڙ (جنهن کي فصل لهڻ تي معاوضي طور مقرر رقم ادا ڪجي) کي به ٻزگر چوندا آهن.

**بزم ادب حيدرآباد:** هن بزم جو بنياد محمد اسماعيل "طالب المولىٰ" ۽ سنڌس عزيز شهميرخان "شهمير"، ٽنڊي ولي محمد حيدرآباد ۾ وڌو. هن بزم جو صدر ۽ سرپرست سيد اسدالله شاهه "فدا" ٽڪڙائي هو. هن بزم ۾ جيڪي شاعر شريڪ ٿيندا هئا، تن ۾ اسدالله شاهه "فدا"، محمد هاشم "مخلص"، محمد اسماعيل "طالب المولىٰ"، شهمير خان "شهمير"، محمد بخش "واصف"، ماستر پيربخش "پير"، محمد صديق "مسافر"، مرزا مدد علي بيگ "مدد"، حافظ قمرالدين، ماستر خيرمحمد "احقر"، اداسي، مستان ۽ شائق وغيره جا نالا ذڪر لائق آهن.

**بزم ادب ڪراچي:** 1923ع ۾ غلام احمد نظاميءَ ۽ ان جي ساٿين، ڪراچيءَ جي اخوان هال شڪارپوري محلي ۾ 'بزم ادب' قائم ڪئي. بزم ادب جون ماهوار ادبي ڪچهريون ٿينديون هيون. هن بزم، سنڌي ادب ۾ اوستي محمد رمضان، اوستي سليمان چتن، عبدالحليم عاجز ڊاڪٽر محمد صديق خاڪي، حاجي محمد رمضان، عبدالرزاق سليمان، عبدالرحيم غمگين، حبيب الله فڪر، غني نظامائي ۽ محمد حسين جهڙن اديبن ۽ شاعرن کي متعارف ڪرايو. هيءُ پهريون ادارو هو جنهن پنهنجي بزم ۾ مشاعري جي شمع روشن ڪئي ۽ ڪراچيءَ جي شاعرن کي مشاعرن کان واقف ڪيو. هن بزم ۾ مشاعري کان سواءِ ٻيون علمي ۽ ادبي مجلسون به ٿينديون هيون. بزم ادب جا مشاعرا پندرهين پندرهين ڏينهن ٿيندا هئا، جن ۾ سنڌ جي مختلف شهرن مان شاعر پنهنجو ڪلام موڪليندا هئا. هن بزم جو هڪ يادگار مشاعرو 18 نومبر 1933ع تي ٿيو هو. غلام احمد نظاميءَ جي وفات کان پوءِ جلد ئي هن بزم جون سرگرميون ختم ٿي ويون.

**بزم ادب نوابشاهه:** 1943ع ۾ نامور شاعر پرسرام "ضيا" جي ڪوشش سان بزم ادب نوابشاهه قائم ٿي. پرسرام ضيا هن بزم جو باني ۽ سيڪريٽري هو. هن بزم تحت وقت بوقت طرحي مشاعرا ٿيندا رهندا هئا. 1947ع ۾ هن بزم جي ڪوشش سان، جمعيت الشعراءِ سنڌ جي سهاري هيٺ نوابشاهه ۾ ائين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي ڪئي.

**بزم ٽالپر** (ڪتاب): "بزم ٽالپر" ڪتاب ميرزا علي متقي بيگ جو تصنيف ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ مصنف سنڌ جي تاريخ تي سرسري نظر وجهڻ بعد، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي تعلقات کي پڻ واضح ڪيو آهي، جنهن ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ اختلافن جي شروعات ڪيئن ٿي. هن ڪتاب ۾ حيدرآباد جي سيني ميرن (شاعرن) جي احوال سان گڏوگڏ ڪلام جو نمونو به ڏنل آهي. ان کان سواءِ مصنف ميرن جي بزم يعني ميرن جي درباري شاعرن جي احوال سان گڏ سندن ڪلام جو نمونو به ڏنو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڇپجڻ واري سن تي هڪ قطعه تاريخ به آهي جيڪا صفدر حسين ميرزا "سيفي" جي چيل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ ۾ ٽالپر دور تي مستند ڪتاب آهي. هي ڪتاب 2005ع ۾ دانش پبلڪيشن طرفان شايع ٿي چڪو آهي.




**بزم ناز خيرپور:** هن بزم جو بنياد 1947ع ۾ رشيد احمد لاشاريءَ ۽ عطامحمد حاميءَ جي ڪوشش سان پيو. هن بزم جو سرپرست مير غلام حسين "احسن" هو جڏهن ته صدر ماستر ڏتي بخش "مشتاق" ۽ سيڪريٽري جنرل رشيد احمد لاشاري هئا.

**ٻزن جهڏو:** قبل از تاريخ جو هي ماڳ، لڪي ريلوي ٿاڻڪ ڪان چار ڪلو ميٽر ڳوٺ علي آباد لڳ اولهه ۾ چار ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لڪي جبلن جي ڪڇ ۾ موجود آهي.

غار جبل جي ايپي لاهي تي ٻاڙ ۽ چوٽيءَ جي وچ تي آهي. منهن وٽ کوٽائي ڪري ڪجهه خلاصي جاءِ ٺاهي وئي آهي. هي ٽي غارون آهن: پهرين غار ۾ ٻنيءَ پر رڙهي وڃبو، اها غار اوچائيءَ ۾ ٻارنهن فوٽ ڊيگهه ويهه فوٽ، اڳتي گولائيءَ ۾ دروازو، ان جي کاٻي هٿ تي ننڍو سوراخ ۽ اندر ڪمرو، جنهن جي ماپ ڏهه فوٽ آهي. ٽين غار ويڪر ۾ چار فوٽ، اوچائي ۾ پنج فوٽ، ائين چوٿين غار به آهي. انهن غارن جي ڇت ابتي پيالي وانگر آهي. هي غارون هٿ جون ٺهيل آهن. جيڪي اوائلي انسان پنهنجي بچاءَ ۽ آسائش لاءِ ٺاهيون آهن. چوٿين غار ٻين کان وڏي به ٿي سگهي ٿي، پر بيحد اونده ۽ گهٽ اوچائي سبب اتي ويهي نٿو سگهجي. گهڙاوت جي لحاظ کان هي غار به اروڙ ۽ شادي شهيد جهڙيون آهن.

**بزنجو/ بزنجا**: بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو جيڪي لس ٻيلي جي اتر- الهندي سرحد تي "جائولڪ" واري ڀاڱي ۾ آباد آهن. ٻيلي کان ٻاهر بلوچستان جي لاڳيتي پرڳڻي ۾ به گهڻي تعداد ۾ پکڙيل آهن. ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ انهن مان مير غوث بخش بزنجو کاٻيءَ ڌر جو نالي وارو سياستدان ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. هن وقت سندس پٽ حاصل بزنجو پڻ بلوچستان جي قومي سياست ۾ سرگرم آهي.

**بَس**: بس، روڊ ذريعي عوامي سواريءَ جو سُٺو ذريعو آهي. جيڪو يورپ ۽ آمريڪا ۾ ته هڪ صدي اڳ شروع ٿي چڪو هو پر سنڌ ۾ سڀ کان پهريائين بسون ڪراچيءَ شهر ۾ هلڻ لڳيون. جيڪي 1920ع ڌاري ڪراچيءَ جي




ٽراموي ڪمپنيءَ هلايون هيون. اهي بسون بندر روڊ کان ويسٽ وهارف تائين هلنديون هيون. پوءِ جڏهن ٻيون ڪمپنيون به مقابلي ۾ آيون ته ٽراموي کي نقصان سهڻو پيو انهيءَ ڪري جو ڪراچيءَ جي سڄي شهر ۾ ۽ جن رستن تي ٽرامون هلنديون هيون، انهن رستن تي به بسون هلڻ لڳيون. آخرڪار ٻي عالمگير جنگ ۾ ٽراموي ڪمپنيءَ پنهنجون بسون هلائڻ بند ڪري رڳو ٽرامن تي ڌيان ڏنو هن وقت بسون سڄيءَ سنڌ جي نظام جو لازمي جز بنيل آهن. روزانو لکين مسافر هڪڙي شهر کان ٻئي شهر تائين بسن جي سهوليت ڪري سفر ڪن ٿا. مطلب ته هر وقت بس جي سواريءَ جي سهوليت موجود هوندي آهي. ٻهراڙين ۾ عام ماڻهو بس کي 'لاري' چوندا آهن.ايئرڪنڊيشن بسن کي ڪوچ چيو وڃي ٿو.

**بساطن الانس** (ڪتاب): ڊاڪٽر عبدالرشيد هن ڪتاب جو ذڪر ڪيو آهي. هي هڪ هندي ڪتاب جو فارسي ترجمو اختان هندي دهلوي 726ھ ۾ ڪيو ترجمي ڪرڻ وقت سندس عمر 26 سال هئي. هن ڪتاب ۾ ان زماني جي تفريحي مجلسن ۽ ڏڻن جو ذڪر ملي ٿو جيڪي ان وقت جا سلطان ملهائيندا هئا. هن دور جي مروج سازن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. مثلاً چنگ، رباب، بين، دف، نَي، جلاجل، وغيره.

**بستياچ**: هيءَ ڪنڊن وارو ٻوٽو آهي. جنهن جا ٻج جاڻ وانگر ٿين ٿا. ۽ گل ڳاڙها ۽ تاريون پوريون ٿين ٿيون. ذائقي ۾ تيز ۽ تلخ آهي. ان جو ڏندڻ، ڏند ۽ مهارون مضبوط ڪري ٿو طبيبن موجب طبي لحاظ کان هن جو ليپ ڪيترين ئي بيمارين ۾ آرام رسائي ٿو.

**بُسري**: ڳُڙ واري ماني، ڳُڙهاري. جيڪا پوءِ ڪثرت سان استعمال جي ڪري "ڳُرهاڙيءَ" جي تلفظ ۾ بدلجي وئي آهي. اُها ماني، جنهن جي وچ ۾ ڳُڙ جو تهه ڏيئي پچائجي. کائڻ وقت مٿان چڱيءَ طرح گيهه وجهي کائيندا آهن. شاديءَ جي هڪ رسم موجب نڪيتيءَ کان پوءِ صبح جونيرن تي گهوٽ ۽ ڪنوار کي کارائيندا آهن. اُن کي بُسرِي به چون. ڪنواريتن پاران، نڪاح کان اڳ، گهوٽ ۽ اُن جي دوستن ۽ مٽن مائٽن جي، ڪيل مانيءَ کي به بُسري چئبو آهي.

**بَسط**: صوفين جو هڪ اصطلاح. جيڪو انهيءَ روحاني ڪيفيت سان واسطو رکي ٿو. جيڪا 'اميد' (رجا) ۾ طاري ٿيندي آهي. لفظي معنيٰ ڪشادگي، وسعت ۽ چٽائي آهي ۽ ان جو ضد آهي "قبض" جيئن ته "بسط" محض هڪ "حال" آهي، تنهنڪري ان جو شخصي عملن سان ڪوبه واسطو ڪونهي، بلڪ اُهو هڪڙو مسرت ۽ فرحت جو احساس آهي. انهيءَ ڪري صوفي، انهيءَ مقام کي قبض کان ادنيٰ تصور ڪندا آهن، ڇو ته جڏهن خدا جو وصل حاصل نه ٿيو ته پوءِ ٿي سگهي ٿو ته انسان جي انفرادي هستي ان جي ذات ۾ گم نه ٿي وڃي، انهيءَ ڪري ياس کان سواءِ ٻيو احساس نامناسب آهي. انهيءَ نڪتي جي وضاحت جنيد بغداديءَ جي هن بيان مان ٿئي ٿي ته "خدا جو خوف" مون ۾ 'قبض' پيدا ڪري ٿو ۽ ان جي بارگاهه مان 'اميد' مون ۾ 'بسط' پيدا ڪري ٿي. جڏهن هو خوف ذريعي مون ۾ 'قبض' پيدا ڪري ٿو، تڏهن آءٌ پنهنجي خوديءَ کان ٻاهر نڪري اچان ٿو. ليڪن هو 'رجا' جي ذريعي مون ۾ 'بسط' پيدا ڪري ٿو ته آءٌ پنهنجي خوديءَ ۾ موٽي اچان."

**بسطام**: خُراسان جو هڪ مشهور شهر. جتان جو هڪ وڏو اهل الله بايزيد بسطامي ٿي گذريو آهي.

**بِسڪُوٽ/بسڪٽ**: اٽي يا مَيدي، سٽ ۽ مٺاڻ مان پڪل مِٺي يا ڦڪي ٽِڪي (مِٺا يا کارا بسڪوٽ). اصل ۾ هي انگريزي ٻوليءَ جو لفظ بِسڪِٽ Biscuit آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۾ بسڪُوٽ رائج ٿي ويو آهي. جدا جدا ذائقي وارا گهڻن ئي قسمن جا بسڪوٽ ٺهندا آهن. ڪن هنڌن تي بسڪوٽ چانهه مان ٻوڙي کائڻ جو رواج آهي. سنڌ ۾ سڀ کان اول سکر ۾ بسڪِٽن جي فيڪٽري 'JB منگهارام بسڪٽ' ۽ 'يعقوب بسڪٽ فيڪٽريءَ' جي نالي سان شروع ٿي هئي ۽ پاڪستان کان اڳ ان جا ٺاهيل بسڪِٽ گهڻا پسند ڪيا ويندا هئا. هن وقت ته تمام گهڻن نالن سان بسڪٽ ملن ٿا.

**بِسمِ اللهِ**: بسم الله الرحمٰن رحيم (شروع ڪريان ٿو الله جي نالي سان، جيڪو نهايت ٻاجهارو ۽ رحم وارو آهي). قرآن شريف جي هر سورة اڳيان ايندڙ ڪلمو. مسلمانن جي عقيدي موجب هر هڪ چڱي ڪم جي شروعات بسم الله الرحمٰن رحيم سان ڪجي. خاص ڪري ماني کائڻ کان اڳ. سنڌ ۾ ننڍڙي ٻار جي ٿاٻڙجڻ يا ڏکو کائڻ تي مائرون "بسم الله" چئي ڏانهس وڌنديون آهن. ان کان سواءِ ڪلام پاڪ جي هر سورة جي شروعات به "بسم الله" جي لفظن سان ٿيندي آهي، سواءِ سورة توبه جي.

**بسمل:** "بسمل" لفظ جي معنيٰ آهي ڪُٺل يا حلال ٿيل. مشهور شاعر حافظ عبدالله تڪڙائيءَ ۽ مشهور اديب سراج الحق جي شروعاتي دور جو تخلص "بسمل" هو. دراصل هيءَ لفظ 'بسم الله الرحمٰن رحيم' جو مخفف آهي. هر ڪم جي شروعات "بسم الله" سان ڪرڻ سنت آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن حلال جانور کي ڪهڻ وقت به "بسم الله، الله اڪبر" چئبو آهي، جنهن مان اصطلاحي معنيٰ ونجي ته ڪُهڻ. ڪُهي ڇڏڻ يا حلال ڪرڻ. انهيءَ ڪري شاعرن، محبوب جي هٿان عاشق جي ڪسجڻ کي به "حلال ٿيڻ" جي مفهوم ۾ " بسم الله الرحمٰن رحيم " جو مخفف "بسمل" ناهي، ان مان خيال ٿي خيال ۾ عاشق جي ڪسجڻ، "قتل ٿيڻ" جو مفهوم ورتو آهي.

**بسمل تڪڙائي:** اصلي نالو حافظ عبدالله ولد محمد يوسف ميمڻ، تخلص "بسمل"، 1306هه/1888ع ڌاري تڪڙ، ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊي محمد خان) ۾ ڄائو. مرحوم بهترين شاعر، مسڪين طبيعت شخص، زماني جو ستايل صابر مرد، مانيٺو ۽ نماڻو انسان هو. 20 آڪٽوبر 1950ع تي وفات ڪيائين. پاڻ اديب، صحافي ۽ شاعر به هو. مرحوم "بسمل" کي سنڌ جي شاعرن ۾ اهم مقام حاصل آهي. مرحوم ڪجهه وقت هالن ۾ مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ صاحب وٽ اچي رهيو هو ۽ سندن ڪافي ڪلام سندن هٿ اکرين مخدوم خاندان وٽ موجود آهي. سندس تصنيفون هيٺينءَ ريت آهن: 'ڪنزالعبرت (1956ع)'، 'مثنوي محمدي' ۽ 'ڪلام بسمل'.

**بسنت:** بهار جي مند، جيڪا 15 فيبروري کان شروع ٿي، اپريل جي اڌ مهيني تائين هلندي آهي. فصلي سال ۾ بسنت بهار جي مند چيٽ ۽ ويساک جي مهينن ۾ ٿيندي آهي.

**بسنت**[2]: هنڊول راڳ جي راڳڻيءَ جو نالو به آهي، جيڪو پوربي ٺاٺ جو ڪاڊو سمپورن راڳ آهي. ان جي آروهيءَ ۾ پنچم ڪونه لڳائيندا آهن: ان جو وادي سر تار استان جو ڪرج آهي ۽ سموادي سُر پنچم آهي. مڌم ۽ گنڌار جي بار بار ميلاپ ۽ نڪاد تي زور گهٽ رکڻ سان هيءَ راڳ پرج کان جدا ٿي ويندو آهي ۽ پڻ پرج جي آروهيءَ ۾ پنچم جو سُر به لڳايو ويندو آهي. بسنت راڳ پرج وانگر رات جي پوئين پهر ۾ ڳائبو آهي ۽ بنست رُت ۾ ڪنهن به وقت ڳائي سگهجي ٿو. هن نالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ هڪ سُر موجود آهي، جنهن کي "سُر بسنت بهار" جي نالي سان نروار ڪيو ويو آهي، پر صحيح "بسنت" آهي. جيتوڻيڪ اهو سر گهڻي وقت کان وٺي شاهه صاحب جي رسالن ۾ شامل نه ٿو ٿئي ۽ راڳ ۾ ڪونه ٿو ڳائجي، پر "سنڌي بسنت" راڳڻيءَ ۾ ڪافيون ڳائجن ٿيون. هن سُر ۾ بسنت رُت "بهار جي مند" جي موضوع تي بيت آيل آهن.



**بسنت**[3] (راڳڻي): پوربي ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي جنهن جو وادي سر تار آستان جي سَا آهي. ڳائڻ جو سمو توڙي بسنت جي رت اٿس پر پرج وانگر رات جي پوئين پهر ۾ به ڳائي سگهجي ٿي. مڌم ۽ گنڌار جو زور گهٽو رهي ٿو. جيڪو ڪيس پرج کان الڳ رکي ٿو ڪي ڳائڪ پوروانگ ۾ للت جو انگ ڏيکارين ٿا. بسنت ۾ پنچم جو سُر آروهي ۾ نه هئڻ گهرجي.

هن راڳڻي جي خاص تان: مي ڌا- رَا سَا-. رَا ني ڌا پا- مي گي- را سا آهي.

هن راڳڻي جي آروهي: سا گي مي ڌا را سا ۽ امروهي رَا ني ڌا پا- مي گي- مي گي- را سا آهي. جڏهن ته وادي سُر ڪرج آهي ۽ هي راڳڻي فجر جي وقت ڳائبي آهي. (راڳ ساگر ۾ هي راڳڻي ڪاڊو سمپورن ڄاڻايل آهي. آروهي: سارا گي مي ڌاني سا ۽ امروهي ساني ڌا پا مي گي را سا ڄاڻايل آهي.)

**بسنت فقير زوار:** هيءَ سنڌ جو مشهور شهنائي نواز منگهار فقير هو ٿئين نمبر تلاءَ حيدرآباد ۾ رهندو هو سنڌ جو ناميارو ڳائڻو محمد يوسف، بسنت فقير جو پٽ هو.

**بسنت ڪمار راڻچنداڻي:** شاعريءَ ۾ سندس تخلص "تياڳي" آهي. انٽر آرٽس تائين تعليم حاصل ڪيائين. تاريخ 27 مارچ 1940ع تي تعلقي موري ۾ پيدا ٿيو. شاعري سندس خاص موضوع آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب "بوندون ٿيون برسن" 1972ع ۾ ڇپيو ۽ سندس بيون رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. آل انڊيا ريڊيو تان پڻ رچنائون پيش ٿيل اٿس. هن وقت ڀڙاڳڙه ڀوپال (ڀارت) ۾ رهائش پذير آهي.

**بسنت مڪاري** (راڳڻي): هيءَ مشر ميل راڳڻي آهي. پيرو ۽ پيروي ٺاٺ ملائڻ ناهي ويئي آهي. هن راڳڻيءَ کي پور وانگ ۾ پيرو وانگر ڳايو ويندو آهي ۽ اترانگ ۾ پيروي وانگر. پيرو جو نڪاد تيور آهي، جڏهن ته هن جو نڪاد ڪومل ٿئي ٿو. توڙي جو هن راڳڻيءَ کي گهٽ ماڻهو ڄاڻن ٿا پوءِ به ڳائڻ جي حساب ۾ سٺي راڳڻي آهي.

هن راڳڻي جي آروهي: سا را گي ما پا ڌا نا سا ۽ امروهي: سا نا ڌا پا ما گي را سا آهي. جڏهن ته وادي سُر ڌيوت ۽ سموادي سُر ڪرج آهي. ڳائڻ جو وقت صبح جو مقرر ٿيل آهي. (نوٽ: هن راڳڻيءَ جو راڳ ساگر جي پيروي ٺاٺ ۾ ڪوذڪر نٿو ملي.)

**بسيم:** هڪڙي قسم جو ميوو آهي. جيڪو صوف ۽ زيتون جي پيوند مان پيدا ٿئي ٿو هي ناسپاتيءَ کان سخت ۽ سرهو ٿئي ٿو دل کي فرحت ڏيندڙ ۽ تقويت بخشيندڙ ميوو آهي. حڪيمن چواڻي طبي لحاظ کان اٽيون ۽ دست بند ڪري ٿو مهارن جي مضبوطيءَ لاءِ پاڻي ۾ ڪاڙهي گرڙيون ڪرڻ سان فائدو ٿئي ٿو.

**بشارت:** اردو زبان جي هيءَ اخبار سکر مان 1954ع ۾ مسٽر بشارت بي.اي جاري ڪئي، جيڪا پوءِ 1956ع ۾ حيدرآباد ڏانهن منتقل ٿي وئي. مشرف رضا جعفري ان جو ايڊيٽر هو ون يونٽ واري دؤر ۾ به هيءَ اخبار جاري رهي، جيڪا پوءِ مارشل لا حڪومت ۾ بند ٿي وئي.



**بِشَپ:** گرجا (ديول) جو وڏو پادري. "بشپ"، اصل عيسائيت ۾ ڪيٿولڪ فرقي جي اڳواڻ کي چوندا آهن. عيسائين جي سڀ کان وڏي اڳواڻ کي پوپ سڏيو ويندو آهي. بشپ کي پوپ مقرر ڪندو آهي. بشپ عيسائين ۾ ائين اڳواڻ ۽ انتظام سنڀاليندڙ هوندو آهي. جيئن مسلمانن ۾ مفتي، مولوي يا عالم دين هوندو آهي. بشپ جي مقرري رومن ڪيٿولڪ چرچ ۾ ٿيندي آهي.

**بشڪرڪ** (Bushkurk) (ٻولي): هن ٻوليءَ تي شينا، توروالي ۽ گوار بتي جو گهڻو اثر آهي. هيءَ ٻولي پاڪستان جي اُتوڻي دير رياست ۽ دير ڪوهستان جي پراڻي ٻولي آهي. دير تي پٺاڻن جي قبضي کان پوءِ هيءَ ٻولي پاڙي واري سوات ڪوهستان جي گوري/ گاؤري ٻوليءَ ۾ ضم ٿي وئي.

هيءَ ٻولي هند- يورپيائي، هند- ايراني، هند- آريائي، دارڊي ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ دارڊي ٻوليءَ جي شاخ آهي. هيءَ ٻولي راشڪوٽ، بري ڪوٽ، جيٺار، بيٺر، ڪلڪوٽ، لاموت، ٿل ۽ سوات جي اترين علائقن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. سنڌ ۾ وسيل اترين علائقن جا ماڻهو اها ٻولي ڳالهائين ٿا.

**بُشڪي/ بُجڪي:** هڪ قسم جي ننڍڙي ڳوٿري. سنڌ جي خاص ڪري ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ عورتون هن کي ڪتب آڻينديون آهن. بُشڪي سوٽي ڪپڙي مان ٺاهبي آهي. هي مستطيل شڪل جي هوندي آهي، جنهن جي جوٽيءَ تي ڍُلهو ڌاڳو يا ڏور ٽاڪيل هوندي آهي، جنهن سان بشڪيءَ کي ويڙهبو آهي. اڄ ڪلهه جي شهري عورتن جو پرس انهي بشڪيءَ جي جديد شڪل آهي. ٻهراڙيءَ جون عورتون بشڪيءَ ۾ پئسا سنڀالي رکڻ کان سواءِ سيبي ٽوبي جو سامان (سئي ۽ ڌاڳا وغيره) ۽ ڪاٺ پيٺ جون شيون سنڀالي رکنديون آهن. بشڪي، رليءَ وانگر مختلف رنگن جي ڪپڙن کي ڳنڍي ٺاهي ويندي هئي. ڪي بشڪيون وري عام لسي ڪپڙي تي پرت پري ٺاهيون وينديون هيون. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ اڄ به بشڪي استعمال ۾ ايندي آهي.

**بشير احمد:** بشيراحمد ولد محمد موسيٰ ملاح، ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ڏوڪريءَ ۾ 1956ع ڌاري ڄائو. پنج درجا سنڌي پڙهيو. سگهڙپائيءَ جي خاص صنف ۽ سينگار، بيت، ڏور، ڳجهارت ۽ هنر وغيره تي عبور رکندڙ آهي.

**بشيراحمد "بشير":** بشير احمد ٻگهيو تخلص "بشير"، نوابشاهه شهر جو رهندڙ، غزل گو شاعر آهي. پاڻ نظر سنڌيءَ جو شاگرد رهيو آهي. نوابشاهه شهر جي ڪيترين ئي ادبي تنظيمن: سنڌي ادبي سنگت وغيره جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. غزل جي صنف ۾ سٺو معيار اٿس. مشهور ڊي. سي (ايچ. ايم. خواجه) هاءِ اسڪول مان سيڪنڊري استاد طور رٽائر ڪيو اٿس. هن وقت نوابشاهه ۾ 'سالڪ' (سنڌي ادبي لوڪ ڪچهري) نالي سان هڪ ادبي تنظيم قائم ڪري، ان جي پليٽ فارم تان ادبي پروگرام ڪندو رهي ٿو.



**بشير احمد چانڊيو، ڊاڪٽر:** ناميارو تعليمدان ڊاڪٽر بشير احمد چانڊيو 24 اپريل 1943ع تي خيرپور ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم خيرپور مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ، مئٽرڪ، ماڊل اسڪول، اولڊ ڪئمپس سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. جڏهن ته بي. ايس. سي 1968ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين. ساڳئي سال ايگريڪلچر ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ ڊيمانسٽريٽر مقرر ٿيو. جڏهن ته 1971ع ۾ ترقي ڪري ساڳئي اداري ۾ ليڪچرر ڀرتي ٿيو. بعد ۾ 1974ع ڌاري اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو. جڏهن زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام کي يونيورسٽيءَ جو درجو مليو ته ڪيس اتي ئي 1982ع ۾ ائسوسيئيٽ پروفيسر طور رکيو ويو. 1983ع ڌاري يونيورسٽي آف ڪئليفورنيا (آمريڪا) مان پي. ايڇ. ڊي



ڪري ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ورتائين. پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ کان پوءِ، 1985ع ۾ زرعي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ٿيو. 1986ع ۾ ڊرينيج اينڊ ريڪليميشن انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر جنرل ۽ 1992ع ۾ ڪائونسل آف ريسرچ ائنڊ واٽر ريسورس جي چيئرمين ٿيڻ کان پوءِ 1999ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ٿيو. جڏهن ته هن آمريڪا جي ڪئليفورنيا يونيورسٽيءَ ۾ پڻ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. ڊاڪٽر بشير احمد چانڊيو مختلف ڪائونسلن ۽ سماجي تنظيمن ۾ عهديدار پڻ رهيو آهي. جڏهن ته پاڪستان انجنيئرنگ ڪائونسل، آمريڪن سوسائٽي آف سول انجنيئرنگ ۽ پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف انجنيئرنگ جو ميمبر پڻ آهي. پاڻ مختلف ملڪن جا دورا پڻ ڪري چُڪو آهي، جن ۾ چين، سوڊان، ايران، اردن، مصر ۽ ٻيا ملڪ شامل آهن. مختلف موضوعن تي، سندس تحريرون مختلف رسالن ۾ ڇپجنديون رهن ٿيون.

**بشير احمد خان لغاري:** بشير احمد خان لغاري، ناميارو سياستدان حاجي نجم الدين سريوال جي گهر ۾ ڳوٺ مالڪ لغاريءَ ۾ 20 جولاءِ 1952ع تي اک کولي. هن بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. هي 2008ع جي چونڊن ۾ بدين جي تڪ پي.ايس 56 مان ايم پي اي چونڊيو آهي. هن وقت سنڌ اسيمبليءَ جي زراعت، چوپائي مال ۽ خوراڪ بابت اسٽينڊنگ ڪميٽين جو ميمبر آهي. سياست جڻ ڪيس سُٿيءَ ۾ پيل آهي. سندس والد نجم الدين سريوال پنجاهه ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ اهم سياستدان رهيو آهي، جنهن روزانه اخبار 'ڪاروان' به جاري ڪئي هئي. بشير احمد خان لغاري، عبدالستار لغاري جو سوٽ آهي، جيڪو ٻه دفعا قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهي. هي مختلف وقتن تي آسٽريا، ڊينمارڪ، انگلنڊ ۽ آمريڪا جو دورو ڪري چڪو آهي. سندس مستقل رهائش ماتلي ضلعي بدين ۾ آهي.

**بشير احمد 'شاد'، ڊاڪٽر:** ناميارو شاعر ۽ نثرنگار، ڊاڪٽر بشير احمد 'شاد'، پهرين اپريل 1942ع تي، شڪارپور ۾ ڄائو. شروعاتي، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪيائين بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان، سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ، 1970ع ڌاري بي. ايڊ جو امتحان پاس ڪيائين، جڏهن ته پنهنجي علمي لياقت وڌائڻ لاءِ، 1989ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. سندس مقالي جو عنوان "مولانا ثناءُ الله ثنائيءَ جي شاعريءَ جو تنقيدي جائزو" هو ڊاڪٽر بشير احمد شاد، پنهنجي ملازمت جي ابتدا، گورنمينٽ ڪاليج سانگهڙ ۾، ليڪچرر جي حيثيت سان ڪئي. بعد ۾ سندس بدلي، ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ٿي، جتي هو ائسوسيئيٽ پروفيسر رهيو ۽ 2002ع ۾ رٽائر ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب لکڻ جي شروعات 1958ع ۾ اسڪول واري زماني کان ڪئي. هن وقت تائين، سندس سوين ادبي مقالا ۽ لاتعداد شعر مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجي چُڪا آهن، جڏهن ته سندس 13 ڪتاب ڇپجي چُڪا آهن، جن مان هيٺيان قابل ذڪر آهن: 'امام شامل' (تاريخ) 1976ع، 'اوجاڳو اکڙين' (شاعري) 1986ع، 'پيهي منجهه پاتال' (لطيفيات) 1992ع، 'لاڙڪاڻو صدين کان' (ترتيب) 1995ع، 'پلارو پٽ ڏٽي' (1999ع)، 'اسلامي تاريخ جون نامور عورتون' (ترجمو) 1995ع، 'پٽ جو گهوٽ' (ترتيب) 1997ع، 'شاهه لطيف هر

دور جو شاعرُ (2008). سنڌس ادبي ۽ علمي خدمتن جي مڃتا طور کيس 1980ع ۾ شاهه لطيف اوارڊ، 1986ع ۾ شاهه لطيف اوارڊ (پبلڪ اسڪول سکر)، 1989ع ۾ شاهه لطيف اوارڊ (ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو)، 1997ع ۾ بيسٽ اسپيڪر اوارڊ (ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻو)، 1999ع ۾ مولانا عبدالواحد سنڌي اوارڊ (نئين زندگي پبليڪيشن)، فيض بخشاپوري اوارڊ (فيض اڪيڊمي جيڪب آباد) ۽ 2000- 1999ع ۾ ميان شاهل محمد ڪلهوڙو اوارڊ (عباسي ڪلهوڙا تنظيم) مليل چُڪا آهن. ڪجهه وقت پاڻ سڄل ادبي مرڪز لاڙڪاڻي جو صدر ۽ ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي لاڙڪاڻي جو نائب صدر ۽ فنانس سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. هن وقت پاڻ زيبسٽ لاڙڪاڻي ۾ سنڌي پڙهائي رهيو آهي.

**بشير "بيوس" اوٺو:** بشير احمد ولد نٿو خان اوٺو ڳوٺ رڄ تل، تعلقي مٺيءَ ۾ 16 جولاءِ 1965ع تي ڄائو. انٽر تائين تعليم ورتائين. ميرپورخاص ايليمينٽري ڪاليج مان پرائمري ماستريءَ جو ڪورس ڪري، پرائمري ماستر ٿيو. "سنڌي ادبي سنگت جهڏي" ۾ ميمبر طور ڪم ڪيائين. شاعريءَ جي حوالي سان معمور يوسفاڻي سنڌس اُستاد هو سنڌس اوطاق تي مسڪين مارواڙن جا انبوهه هوندا هئا. پاڻ وس ۽ وت آهر انهن سان اخلاقي ۽ مالي مدد ڪندو هو هرسال "جشن لطيف" منعقد ڪري سنڌ جي اديبن، سماجي، سياسي ۽ قومي ڪارڪنن کي گهرائيندو هو "بيوس"، ٿر جي مظلوم طبقي ۾ بيداريءَ جي لهر پيدا ڪئي. هو هڪ مخلص، ديانتدار ۽ باڪردار انسان هو هن شاعريءَ ۾ غزل، نظم ۽ وائيءَ جي صنفن تي شاعري ڪئي سنڌس ڪتابن جيترو اڻ ڇپيل مواد موجود آهي. هن پنهنجي علائقي ۾ ڪيترائي ادبي ميڙاڪا ڪوٺايا. هيءَ نوجوان گردن جي بيماريءَ ۾ 2 جولاءِ 1998ع تي گذاري ويو.



**بشير خان قريشي:** بشيرخان قريشي جيئي سنڌ قومي محاذ (جسقم) جو چيئرمين آهي. جيئي سنڌ قومي محاذ، سائين جي ايم سيد جي لاڏاڻي بعد جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمين عبدالواحد آريسر ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻ بشيرخان قريشيءَ جي ڪوشش سان گڏيل پارٽيءَ طور وجود ۾ آيو. بشير خان قريشي ولد غلام مرتضيٰ قريشي 10 آگسٽ 1959ع تي موهڻ پور محلي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن ميٽرڪ تائين تعليم پنهنجي اباڻي شهر رتيديري مان حاصل ڪئي ۽ انٽر شڪارپور ڪاليج مان ڪرڻ بعد 1976ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي. هن شاگرد سياست ۾ حصو ورتو ۽ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيو. 1980ع ۾ فيڊريشن جي ٽنڊي ڄام يونٽ جو صدر ٿيو ۽ ٻن سالن کانپوءِ فيڊريشن جو مرڪزي نائب صدر چونڊيو کيس 1981ع ۾ هڪ سال لاءِ يونيورسٽي انتظاميا ريسٽيڪيٽ ڪيو 1990ع ۾ ان عهدي تي کيس ٻيهر چونڊيو ويو.



1995ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي چاليهي وقت جڏهن جيئي سنڌ قومي محاذ ٺهيو ته عبدالواحد آريسر ڪنوينر ۽ بشيرخان ان جو ڊپٽي ڪنوينر مقرر ٿيو ۽ 1996ع ۾ جسقم جو جنرل سيڪريٽري ۽ اڳتي هلي ان جو چيئرمين چونڊيو ويو 1978ع ۾ پهريون ڀيرو کيس ٽنڊي ڄام پوليس گرفتار ڪيو ٺوڙهي ڦاٽڪ وارو واقعو (17 آگسٽ 1984ع) سنڌس زندگيءَ ۾ فيصلي ڪن ثابت ٿيو جنرل ضياءالحق جي مارشل لا جي دور ۾ خالي هٿين شاگردن تي گوليون هلايون ويون. 15 جنوري 1985ع تي کيس رتيديري مان گرفتار ڪيو ويو ۽ مختلف ٿاڻن تي رکي مٿس تارچر ڪيو ويو فوجي عدالت کيس ٻن ڪيسن ۾ هڪ هڪ سال قيد ۽ 10 ڦٽڪن جي سزا ڏني. سزا ڪاٽڻ بعد هو آگسٽ 1986ع ۾ آزاد ٿيو 11 آگسٽ 1988ع ۾ لساني فسادن بعد کيس ٻيهر گرفتار ڪيو ويو ۽ هي 18 مهينن تائين جيل ۾ رهيو 2 جنوري 1994ع ۾ کيس ٻيهر گرفتار ڪري ٻن سالن تائين قيد رکيو ويو بشير خان قريشيءَ جي سنڌس تقريرن تي مشتمل ڪتاب "جاڳيا جُنگ جوان" ڇپيل آهي. عبدالواحد آريسر سان اختلاف ٿيڻ کان پوءِ هن وقت هو پنهنجي گروپ جيئي سنڌ قومي محاذ جو چيئرمين آهي، جڏهن ته ٻئي گروپ جو چيئرمين عبدالواحد آريسر آهي.

**بشير سيتائي:** بشير سيتائيءَ جو اصل ۽ پورو نالو بخشل پٽي ولد آخوند محمد عرس پٽي آهي. سنڌس جنم 8 جولاءِ 1949ع تي سيتا وليج ضلعي دادوءَ ۾ ٿيو ايم. اي (سنڌي ادب) فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۽ ايل. ايل. بي آهي. شاعريءَ جي ابتدا 1966ع کان ڪيائين. سنڌ جي سُلڻ ۽ پختن شاعرن ۾ سنڌس شمار ٿئي ٿو جن وٽ ذات ۽ ڏاڻ ٻئي آهي. سنڌس شاعريءَ جا چار مجموعا: (1) 'سچ سريکو سچ' (1987ع)، (2) 'ذات نه ٿيندي مات' (1993ع)، ۽ 'جھوٽو منهنجو جيءَ' (2000ع)، 'اداس من جي اداس موسم' (شاعري) ڇپيل آهن. سنڌس اڻڇپيل تصنيفن ۾ 'جيون گهاٽي جيئڻ' (ڪهاڻيون)، 'منهنجو آئينو' (يادون)، 'مون جي ڏٺا ماڻ' (خاڪا)، 'گوهر ناياب' (فارسي غزلن جو سنڌي ترجمو)، 'خوشبوءِ جدا جدا' (فارسي بيتن جو سنڌي ترجمو) شامل آهن. موجوده رهائش شاهه آباد محلي دادوءَ ۾ اٿس.



**بشير مورياڻي:** شڪارپور جو رهندڙ، مشهور اديب ۽ شاعر آهي. 10 مارچ 1933ع تي شڪارپور ۾ ڄائو اول شڪارپور ۾ گورنمينٽ ڪاليج ۾ ليڪچرر هو پوءِ بي سي ايس پاس ڪيائين، ۽ مختلف وڏن سرڪاري عهدن تي رهيو سيڪريٽري تعليم به رهيو. پاڻ سٺو اديب ۽ شاعر آهي. سنڌس تصنيفن ۾ 'اصنام خيالي' (1955ع)، 'اجنبي' (ناول)، 'زندگيءَ جي راهه تي' (افسانا)، 'سُر سارنگ'، 'ڪکر منجهه ڪٻار' (شاعري)، 'اڏوري اڏام' ۽ 'تهذيب اخلاق' شامل آهن. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.



**ٻَشبِينُ/ ٻِشِينُ:** 'ٻاز' جو هڪ قسم آهي. 'ٻاشو' سندس مادي آهي. (ڏسو: ٻاشو)

**بصر:** هڪ قسم جو اوبڙ، جنهن جي پاڙن ۾ ڳنڍيون ٿينديون آهن. اهي ڳنڍيون قديم زماني کان پاڄيءَ بکر طور ڪم اينديون آهن. ان جي اهميت جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، جو قوم بني اسرائيل من وسلويٰ جي بدران حضرت موسيٰ نبي سڳوري کان کاڌي لاءِ بصرن جي طلب ڪئي هئي. اهو ذڪر قرآن پاڪ ۾ آيل آهي. بصر هر قسم جي ٻوڙ پاڄيءَ لاءِ ضروري آهي. چوڻ بصرُ، رت جي شريانن ۾ گڏ ٿيندڙ چربيءَ کي ڳاري ٿو. دل جي موتمار بيمارين کان بچائي ٿو. ان ۾ معدني لوڻ گهڻي انداز ۾ موجود آهي. بصر جو استعمال اونهاري ۾ جهولي کان بچائي ٿو ان کان علاوه طبي لحاظ کان پڻ اهميت رکي ٿو. کاڌي جي فائدن کان علاوه، علاج جا فائدا به اٿس. زهريلن اثرن ۽ وبائي بيمارين کان محفوظ رکندو آهي. وبائي مرض واري زماني ۾ بصر کي ڪتي سُرڪي ۾ وجهي يا ليمن جو رس ملائي مانيءَ سان کائيندا آهن. جنهن سان ماڻهو وبا کان بچاءَ ۾ رهندو آهي.



**طبي فائدا:** طبيبن جو چوڻ ۽ عام گهريلو ٽوٽڪو آهي ته ڪنڊي واري جاءِ تي بصر گرم ڪري رکڻ سان ڪنڊي کي ظاهر ڪري وجهندو آهي ۽ پوءِ ڪنڊي ڪڍڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي. ڪچي بصر کارائڻ سان پيٽ مان الٽيءَ وسيلي زهريات نڪرندي آهي. ترِ ۾ بلائن جي چڪ کان بچڻ لاءِ ڪچو بصر کائي سمهندا آهن ۽ اٿين بلائون ويجهيون نه اينديون آهن. روسي ڊاڪٽرن تازي تحقيق ذريعي بصر ۾ جراثيمن کي مارڻ ۽ فائديمند بئڪٽيريا جي صلاحيت وڌائڻ جي تصديق ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪو شخص روزانو هڪ بصر سٺي طرح چٻاڙي کائي ته اهو ڏندن جي بيمارين کان محفوظ رهندو. ڪجهه مريضن کي بصر جو ننڍو ٽڪرو ڏند تي رکڻ سان آرام ملي ويندو آهي. بصر هيٺين بيمارين جو علاج آهي:

**انيميا:** بصر ۾ موجود آئرن (فولاد) جا جزا يڪدم رت ۾ جذب ٿي ويندا آهن، جنهن ڪري اهي انيميا جو بهترين علاج آهن.

**دل جون بيماريون:** دل جي بيمارين ۾ بصر هڪ سٺو علاج آهي، اُن ۾ موجود نباتاتي تيل، ايلي پروپائل، ڊائي سلفيٽ، ڪيٽيڪول، پروٽو ڪيٽنڪنگ ائسڊ، ايلڊي هائڊ، ٿايو سايانيٽ ڪئلشيم، آئرن، فاسفورس ۽ وٽمنز وڏي دولت آهن. ترِيوندرم ميڊيڪل ڪاليج جي پرنسپال ڊاڪٽر اين راڌا ڪرشن ۽ ڊاڪٽر مدواهون پنهنجي ستن سالن جي تحقيق کان پوءِ چيو آهي ته دل جي بي قاعدگين واري مرض يا بلڊپريشر جي مرض ۾ مريض روزانو هڪ سؤ گرام بصر کائڻ سان شفاياب ٿي ويندو آهي. بصر دل جي مرض ۾ ان لاءِ به اهميت رکندو آهي، جو اهو رت وارين نالين ۾ لوڙهو ٻنجڻ کان روڪيندو آهي. بلڊ ڪولسٽرول به گهٽائيندو آهي.

**چمڙيءَ جا مرض:** بصرُ چهري لاءِ اعليٰ قسم جو علاج آهي. چهري ۾ رت جي گردش کي فعال بڻائيندو آهي. بصر کي گرم ڪري يا ڦوڙهيون ٺاهي، ڦٽ ڦرڙين تي لڳائڻ سان شفا ملندي آهي. ان جي گرم تاثير سان ڦوڙها جلدي ڦاٽي پوندا آهن. بصر کي زخمن تي به لڳايو ويندو آهي.

**ڪن جون بيماريون:** ڪيهه جو ٽڪرو بصر جي پاڻيءَ ۾ پسائي، ڪن ۾ رکڻ تمام پراڻو علاج آهي، ان سان ڪنن ۾ "گونج" (آواز اچڻ جي شڪايت) ختم ٿي ويندي آهي. بصر جو پاڻي نيم گرم ڪري، ڪن ۾ وجهڻ سان سور ختم ٿي ويندو آهي.

**دست:** بصر دستن جي مرض جو علاج آهي. هي اُڃ ۽ بي چيني ختم ڪندو آهي ۽ مريض پاڻ کي پرسڪون محسوس ڪندو آهي. هي الٽين ۽ دم جي بيماريءَ ۾ استعمال ڪندا آهن.

**پيشاب:** بصر پيشاب جي نظام ۾ پيدا ٿيندڙ بي قاعدگين ۽ تڪليفن کي ختم ڪندو آهي.

**خوني بواسير:** خوني بواسير ۾ بصر مفيد غذا آهي.

بصر کي ڪيترن ئي طريقن سان استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪچو بصر سائو ۽ پڪل، يعني ڪاڌن ۾ استعمال ٿيڻ سان گڏوگڏ خشڪ بصر ڪچو به کاڌو ويندو آهي. ان کي چٽڻين ۾ به شامل ڪيو ويندو آهي. بصر کي انفرادي طور پڃي به کاڌو ويندو آهي، بصر جي گهرج اڄ به پوريءَ دنيا ۾ وڌيل آهي. بصرن جي فصل لاءِ چيڪي لٽاسي ۽ وچولي لٽاسي زمين، جنهن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال واري خاصيت موجود هجي، مناسب آهي. هي فصل ڪلر کي پڻ برداشت ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو. بصرن جون جيڪي عام جنسون پوکيون وڃن ٿيون، سي آهن، ڦلڪارا، ٽاٽوبولاخان ۽ ديسي. ڦلڪارن ۽ ٽاٽي بولاخان وارين جنسن جون ڳنڍيون وڏيون ٿين. ديسي جنس جون ڳنڍيون ننڍيون ٿين ٿيون. بصر جا ٽي قسم آهن: ڳاڙهو، پيلو ۽ اڇو. هن فصل کي به مکيه بيماريون لڳنديون آهن: هڪ "رتي" ۽ ٻيو "پنن جو ساڙ" بصر جي پنن تي پورن ۽ ڪارن داغن جو نمودار ٿيڻ، رتيءَ جي نشاندهي ڪندو. ٻوٽي جي واڌ رُڪجي ويندي. تنهنڪري فصل تي بيلٽان، سيپرال ۽ ڊاءِ ٿين ايم 45، دوائن مان ڪنهن به هڪ دوا جو ڦوهارو ڪندا آهن. ساڳيءَ طرح سان پنن جي ساڙ واري مرض ۾ دوا ڊاءِ ٿين ايم 45 يا ٽرنمل ٽاڪس جو ڦوهارو ڪري بصر جي فصل کي بچائجي ٿو. بصر جي پوک جا جدا جدا طريقا آهن. جيئن ته ٻجن مان ٻيجو جيڪو مُڙهين جي صورت ۾، يا بصر جي ننڍين پٽين جي صورت ۾ پوکيو وڃي ٿو. بلڪ ڪِرين ۾، ٻَنِن تي وٽراج ڪجي ٿو يا رونبو ڪيو وڃي ٿو. بصرن جي فصل جو اصل وطن وچ ايشيا، اتر- اولهه هندستان، افغانستان، روس، تاجڪستان ۽ ازبڪستان وارا علائقا آهن. جتان هي فصل دنيا جي ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو. سنڌ ۾ بصرن جي پوک وڏي پئماني تي ڪئي وڃي ٿي. هن فصل جو شمار نفعي بخش ناڻي وارن فصلن ۾ ٿئي ٿو. بصرن جي فصل کي سرد ۽ وچولي قسم جي آبهوا جي ضرورت پوي ٿي. سنڌ ۾ بصرن جي اڳاٽي پوک جولاءِ کان شروع ٿئي ٿي ۽ پاڇاٽي پوک جنوري مهيني تائين ڪئي وڃي ٿي.

**بصرالدين سيوهاڻي، حڪيم:** حڪيم بصرالدين قاضي احمد صديقيءَ جو پُٽ هو ۽ 1863ع ڌاري سيوهڻ ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم کان پوءِ قانون جي سَنَدَ ورتي، سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو، پر کيس ملازمت راس نه آئي. کيس سنڌي، عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ تي دسترس هئي. انگريز سامراج سان نفرت هئڻ سبب عام وهنوار ۾ انگريزي نه ڳالهائيندو هو. کيس تاريخ ۽ سياست تي وڏو درڪ هو. ڪجهه وقت گوشه نشينيءَ ۾ به گذاريائين. گهڻو وقت ذڪر ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو.

حڪيم بصر الدين نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ ڏاڏاڻي ۽ ناناڻي واري حڪمت جي ڌنڌي کي اختيار ڪيو. وٽس پنهنجي ڏاڏي مخدوم متوفيءَ جا ڪيترا قلمي ڪتاب موجود هئا، جن ۾ معالجات ۽ مجربات بابت وڏي ڄاڻ هئي. مخدوم بصرالدين جي حڪمت جي هاڪ ٻُڌي، سڄيءَ سنڌ مان ماڻهو کانئس علاج ڪرائيندا هئا. هو حڪمت، علمِ جفر، رمل، نجوم، ڪيميا، معقولات ۽ فلسفي جو ڄاڻو هو. 11 جنوري 1938ع تي وفات ڪيائين.

**بصره/ بصرو:** عراق جو مشهور ۽ وڏو شهر، جيڪو "شط العرب" تي بندرگاهه آهي. هيءُ شهر حضرت عمر رضہ سال 636ع ۾ آباد ڪيو هو. عباسي خليفي جي دور ۾ هن شهر کي زوال آيو. بغداد سان ريل ذريعي ڳنڍجڻ کان پوءِ




پيو پيرو اهميت وارو شهر بڻجي پيو. هتي 1968ع ۾ تيل صاف ڪرڻ جو تمام وڏو ڪارخانو تعمير ڪيو ويو، جتان تيل ٻاهر موڪليو ويندو آهي. هيءُ شهر عراق جي ڏاکڻي دوآبي ۾ مشهور ڪاري سمنڊ (شط العرب) جي ڪناري تي آباد آهي، جيڪو بغداد جي ڏکڻ- اوڀر ۾ 420 ڪلوميٽرن (279 ميل) جي مفاصلي تي آهي. هن شهر، مختلف هنڌن تي جايون مٽايون آهن. جيئن ته تاتارين جي فتح 656 هه/1258ع تائين قديم شهر دريديتس يا تردون (فرات نديءَ جي هڪ شاخ) جي الهنڊي ڪناري جي ويجهو آباد هو. شروع ۾ بصري جي نئين اسلامي بستي، وَحشت آباد، 'ارد شير' نالي ايراني بستيءَ جي آثارن تي وجود ۾ آئي. 14هه/ 635ع ۾ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي اصحابي عتبه رضہ بن غزوان اُن قديم ايراني چونڪيءَ جي ڦٽل آثارن تي ڏاهو ڪيو وري اميرالمؤمنين حضرت عمر رضہ جي حڪم سان هن هنڌ کي فوجي ڇانوڻيءَ جي مقصد سان چونڊيو ويو. چون ٿا ته 'بصره' لفظ جي معنيٰ آهي "ڪاريون پٿريون"، جن تان شهر تي اهو نالو پئجي ويو. اهو هنڌ 'شط العرب' کان 15 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هتي فوجي ڇانوڻيءَ جو مقصد اهو هو ته ايراني نار ۽ ايران جي رستن جي نگراني ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح هتي آباديءَ جو سلسلو شروع ٿيو. اول جهوپڙا، پوءِ سرن جا گهر بعد ۾ اڏ پڪين اڏاوتن شهر جي صورت ورتي. هڪ نئين مسجد، دارالامارة، شهر پناهه ۽ چوڌاري خندق اهو سڀ ڪجهه 155 هه/ 772ع تائين مڪمل ٿيو. شروع کان ئي بصرو فاتح عرب فوجن لاءِ پرتيءَ جو مرڪز رهيو. هنن جنگ نهاوند (21 هه/ 642ع) اصطخر، فارس، خراسان ۽ سجستان جي فتوحات (29 هه/ 449ع) ۾ حصو ورتو. ان مرحلي تي هيءُ فوجي مرڪز پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيو هو ليڪن جڏهن مال غنيمت جي گهٽائي ٿيڻ لڳي، تڏهن بصري وارن کي پنهنجي اهميت جو احساس ٿيڻ لڳو. ساڳئي وقت، واقعن جي رفتار ۾ تيزي آئي ۽ هن ئي شهر ۾ جنگ جَمل جو واقعو پيش آيو. جنهن ۾ پهريون ڀيرو مسلمان پنهنجن مسلمان ڀائرن سان (36 هه/ 656ع) جنگ ۾ سامهون ٿيا. ٻئي سال 37 هه/ 657ع ۾ بصري وارن صفين جي جنگ ۾ حضرت علي ع جي حمايت ڪئي. عين انهيءَ وقت اولين "خارجين" جو ڪافي تعداد مليو ويو. 41 هه/ 662ع ۾ امير معاويي بصري ۾ ٻيو ڀيرو اموي اقتدار بحال ڪيو ۽ 45 هه/ 665ع ۾ عبدالله بن زياد کي اتي موڪلي ڇڏيو. ان وقت بصرو پنجن قبائلي حلقن ۾ ورهايل هو. اول اهل العاليه (حجاز جي مٿئين علائقي جا باشندا)، ٻيو بنو تميم، ٽيون بنوبڪر بن وائل، چوٿون عبدالقيس ۽ پنجون بنو ازد. بصري جي فوجي سردارن جو طبقو انهن قبيلن تي مشتمل هو. اصل رهاڪو تعداد ۾ تمام ٿورا هئا. جيڪي ٻاهران آيل گروهه (ايراني، هندي، سنڌي، ملائي ۽ زنگي وغيره) شامل هئا، اهي پنهنجن آقائن جي جهڳڙن ۾ ڌر بڻيا. عبدالله بن زياد جي دور ۾ مڪاني حالت وڌيڪ خراب ٿي. تان جو سندس وفات 64 هه/ 683ع) تي شديد فساد ٿيا. البت حجاج جي موت (95 هه/ 714ع) تائين امن امان رهيو. ان کان پوءِ ٻهلبين جي بغاوت (102هه/ 720ع) وڌيڪ خرابي پيدا ڪئي. انهيءَ دور ۾ بصري جي حيثيت فقط هڪڙي ننڍي شهر جي وڃي رهي. ان کان پوءِ به ٿوريون گهڻيون بغاوتون هلنديون رهيون. آخري بغاوت "قرمطين" جي هئي، جن 311هه/ 923ع ۾ بصري کي بلڪل تباهه ۽ تاراج ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هيءُ شهر بَنُو مُزيد جي هٿ ۾ آيو. جنهن ۾ هن شهر جي خوشحاليءَ جو نئون دور آيو. انهيءَ دوران 517هه/ 1123ع ۾ هن شهر جي قديم "شهر پناهه" کان ٻه ڪلوميٽر اندر، نئين شهر پناهه اڏائي وئي. مٿيون تفصيل هن ڳوٺ/ شهر جي زوال ۽ انحطاط جو واضح ثبوت آهي. آسپاس جي بدوين سياسي انتشار کان فائدو وٺندي بصري کي غارت ڳريءَ جو مرڪز بڻايو. ابن حوقل جي ڪتاب ۾ آهي ته "537هه/1143ع کان ڪيتريون ئي عمارتون ڊاهي پٽ ڪيون ويون. اسان جي زماني ۾ هڪڙي مسجد، جيڪا 'مسجد علي' جي نالي سان مشهور آهي ۽ پڻ طلحه رضہ، زبير رضہ، ابن سيرين رضہ ۽ حسن بصري جي مزارن کان سواءِ قديم بصري جو ڪو نشان نه رهيو آهي."

بصرو 2 صدي هجريءَ/ 8 صدي عيسويءَ جي شروع ۾ عروج ۽ ڪمال کي پهچي ويو هو. آبادي وڌي وئي هئي. جيتوڻيڪ آدمشماريءَ جي تعداد ۾ اختلاف آهن، تنهن هوندي به انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته هن کي 'اُم البلاد' چئجي ته ڪو وڌاءُ ڪونهي. هيءُ هڪ تجارتي مرڪز به هو. جتي قافلا اٺن جي ڪوڙيءَ ۾ لهندا هئا. درياهي بندرگاهه به هو جنهن ۾ وڏا وڏا ٻيڙا اچي لنگر هڻندا هئا. يهودين، مسيحين ۽ ٻين غير عرب سرمائيدارن جي ڪري وڏو مالياتي مرڪز به بڻجي ويو هو. هٿيار ٺاهڻ جي ڪارخانن سبب هڪ وڏو صنعتي مرڪز پڻ بڻجي ويو هو. بصرو نهايت زبردست ديني ۽ علمي



سرگرمين جو مرڪز به هو. درحقيقت بصرو اها بڻي هئي، جتان پهرين ۽ چوٿين صدي هجريءَ ۾ (16 هه/ 637ع کان 311 هه/ 923ع) اسلامي ثقافت، ڪلاسيڪي قالب ۾ نئون اوج وٺي نروار ٿي. ياد رکڻ گهرجي ته بصرو ئي اهو مرڪز هو جتان عربي صرف و نحي جنم ورتو ۽ سبيويه ۽ خليل بن احمد ان کي فن جو روپ ڏنو. واصل بن عطاء، عمرو بن عبيد، ابوالهذيل، النظاهر ۽ ٻين گهڻن عالمن جي جهولي نپجي جوان ٿي. هيءُ ئي اهو شهر هو جتي ابو عمرو بن العلاء، ابوعبيده، الاصمعي ۽ ابوالحسن المدائني جهڙا فاضل پيدا ٿيا، جن شعر، ادب ۽ تاريخ جون روايتون جمع ڪري ايندڙ مصنفن لاءِ مواد فراهم ڪيو. مذهبي حلقن ۾ درخشاني علم ڪمال کي پهچي ويا. حسن بصري ۽ سندس

عقيدتمندن تصوف جو بنياد بہ هتي ئي رکيو. شعر و شاعريءَ جي ميدان ۾ عهد اميه جا وڏا وڏا اديب ۽ شاعر بشار بن بُرد ۽ ابونواس جهڙا جدت پسند شاعر بہ هن ئي سرزمين مان اٿيا. بصري جي باري ۾ آخري اهم ڳالهہ هيءَ آهي تہ هتان ئي عربي نثر، ابن مقنع، سهيل بن هارون ۽ الجاحظ جي ڪوششن سان جنم ورتو. بصري جي تاريخ ڪم از ڪم ڇهن مصنفن لکي هئي: عمر بن شبه، المدائني، الساجي ۽ الاعرابي. ليڪن اهي ڪتاب نٿا ملن. تنهنڪري مؤرخ هاڻي، البلاذري، الطبري، ابن سعد، ابن الاثير، ابن الفقيه، الاصطخري، المقدسي، الادريسي ۽ ياقوت وغيره جي ڪتابن مان استفادو ڪندا آهن.



7 صدي هه/ 1 صدي عيسويءَ کان پوءِ: بصرو، جيڪو پهرينءَ کان پنجين صدي هجريءَ/ يارهين صدي عيسويءَ کان ستين صدي هجريءَ/ تيرهين صدي عيسويءَ تائين وسعت ۽ رونق جي لحاظ سان وڌندو رهيو هو سو هاڻي تباهيءَ ۽ بربادي، انتشار ۽ عدم توجهيءَ جي ڪري نهايت تيزيءَ سان زوال پذير ٿي ويو. اها تباهي 656هه/ 1258ع ۾ هلاڪو جي عراق ۾ اچڻ ۽ ايلخاني حڪومت جي قيام سان ظاهر ٿي. بصرو، ايلخاني حڪومت جو اهڙو پرانهون صوبو هو جتي سرڪشيءَ ۽ بدامنيءَ جا ڪيترائي دور آيا. اٺين صدي هجريءَ/ چوڏهين صدي عيسويءَ جي وچ ۾ ابن بطوطہ شهر کي گهٽ ٿو ڊٺل ۽ ڪنڊرن جي صورت ۾ ڏٺو اگرچہ ڪي وڏيون عمارتون جن ۾ جامع مسجد بہ هئي، باقي هيون. ان زماني ۾ بصري جي حيثيت فقط هڪڙي ڳوٺڙي جي هئي ۽ ان جي باقي اهميت ايتري هئي جو هيءُ ساموندي بندرگاهہ هو ۽ هتي جي ماڻهن ۾ حڪمرانن جي ظلم کان آزاد رهڻ جو جذبو هو. 941 هه/1534ع ۾ عراق تي عثماني فتح جو هن شهر تي ڪو خاص اثر ڪونہ پيو البت ايترو ضرور ٿيو جو آباديءَ ۾ شني عنصر جيڪو اڳ ۾ بہ غالب هو وڌيڪ مضبوط ٿي ويو. ترڪي، پاشا قبيلن جي گهيري ۾ آيو تہ 953 هه/ 1546ع ۾ بصري جا آزاد ۽ خودمختيار امير وڌيڪ سرڪش ٿي ويا. وچ عراق مان قبائلي مهم جو نالي "ماثر" افراسياب ۽ ان جي پٽ علي پاشا (1034هه/ 1624ع) ۽ پوٽي حسين پاشا (1060هه/ 1650ع) حڪومت ڪئي.

هن خاندان بصري جا دروازا ۽ آبي رستا فرنگين (پورچوگيزن، انگريزن ۽ ولنديزن) جي نمائندن ۽ واپاري جهازن لاءِ کولي ڇڏيا. اهي فرنگي تقريباً 45 سالن تائين تجارت ۾ مصروف رهيا. انهيءَ دوران هيءُ خاندان ترڪيءَ جي جنگي ڪوششن ۽ صفوي حاڪمن جي تسڪين ۽ قبائيلن جي سازشن سان منهن ڏيندو رهيو انهن واقعن کان پوءِ بہ صديون (12 ۽ 13 صدي هجري/ 18 ۽ 19 صدي عيسويءَ) بصرو ڏکڻ عراق جو صدر مقام ۽ ملڪ جو اڪيلو بندرگاهہ، ابتر حالت ۾ هئڻ جي باوجود، بحري ٻيڙي جي گودي بنيو رهيو ڪجور جي تجارت جو مرڪز عرب ۽ ايراني شهزادن ۽ قبيلن جي لاءِ دروازي جو ڪم ڏيندو رهيو تان جو هن شهر جو نظام 1247هه/ 1831ع کان پوءِ رفتہ رفتہ نواڻ ۽ سڌاري ڏانهن مائل ٿيندي نظر آيو جيڪو اڳي هميشہ قبائلي قذاقن، گهٽن چڙوچڙ قبيلن، وبا ۽ سيلابن جي رحم ڪرم تي رهندو هو. ان صديءَ جي وچ ڌاري نادرشاهہ جي عراق تي حملن دوران بصرو بہ گهيري ۾ رهيو ۽ جڏهن نادري فوجون واپس ٿيون، تہ بہ بصرو حسب دستور سازشن جو شڪار رهيو فرنگين (برطانوي، فرانسي ۽ اطالوي) جي مستقل تجارتي مرڪزن، ڪائونسل خانن ۽ سفارتخانن آهستي آهستي قدم ڄمايا. سگهاري سوڊاني قيادت (1256هه/ 1840ع) بعد قبائلي دهشت گردي تهان ئي وڌي ويئي. ڪريم خان جي ڀاءُ صادق خان جي ايراني فوج جو هن شهر ۽ ضلعي جو گهيرو ۽ قبضو (1189هه/ 1775ع کان 1194هه/ 1779ع) بصري جي تاريخ ۾ هڪ بلڪل الڳ واقعو آهي ۽ ان کان پوءِ بہ حالات جيڪي پهرين هئا، سي ساڳيا رهيا. ڏاکڻي عراق جي قبائلي يا حڪومتي اقتدار چاهيندڙ مخالفن مسقط جي حاڪم ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو 1248هه/ 1832ع کان 1333هه/1914ع جو زمانو بصري لاءِ رفتہ رفتہ ترقيءَ جو دور ثابت ٿيو هن عرصي ۾ امن امان جي نظام کي بهتر ڪيو ويو ۽ يورپ ۽ آمريڪا سان تجارتي تعلقات وڌايا ويا. 1267هه/ 1850ع ۾ "بصري" کي "ولايت" قرار ڏنو ويو. ان جي خاندانن ۽ شخصيتن ۾ وڌندڙ عربي قوميت جو ظهور ٿيو عراق تي برطانوي قبضي (1333هه/ 1914ع) دوران ۽ ان کانپوءِ بصرو تيزيءَ سان هڪڙي جديد شهر جي روپ ۾ ظاهر ٿيو بندرگاهہ کي نهايت وسيع ۽ جديد ترين طريقي سان تعمير ڪيو ويو. شط العرب جي منهن ۾ وڏي ويڪري نهر کوٽي وئي. خود شهر ۽ اُن جي آسپاس رستن ۽ عمارتن ۾ توسيع ڪئي وئي. ڪيترائي عوامي محڪما کوليا ويا؛ عراق جي ريلوي اسٽيشن بصري کي آخري اسٽاپ قرار ڏنو ويو ۽ هوائي اڏو بہ تعمير ڪيو ويو انهن ترقياتي ڪمن جي ڪري 1955ع ۾ شهر جي آبادي وڌي وئي. عوامي ۽ تجارتي عمارتن، رفاهہ عامہ ۽ بهبود جي ادارن ۾ اضافو ٿيو ڪجور کي ٻاهرين ملڪن ۾ موڪلڻ واري نظام ۾ بهتري آندي وئي. عراق پيٽروليم ڪمپنيءَ جي هڪڙي برانچ، پيٽرول جي تلاش شروع ڪئي تہ 1368هه/ 1948ع ۾ شهر 'زبير' جي آسپاس تيل جو هڪ وڏو ذخيرو دريافت ٿيو ان کانپوءِ 'لوا' ۾ ڪيترائي ذخيرا لڌا ويا. 1371هه/ 1951ع ۾ تيل کي پائپ لائين ذريعي 'فاؤ' سان ملايو ويو اها ترقي



بصري جي روزگار، تعليم ۽ مال دولت جو تمام وڏو ذريعو بنجي ويئي.

عراق- ايران جنگ، هڪ سازش سان عراق تي مڙهي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ عراق دنيا جي مهذب ملڪن کان مالي ۽ اخلاقي مدد کان محروم رهجي ويو 1991ع ۾ پهرين عراق جنگ ۾ هيءُ شهر صدام حسين خلاف بغاوت جو مرڪز رهيو مارچ کان مئي 2003ع ۾ آمريڪي ۽ برطانوي جارحيت دؤران بصرو ميدان جنگ جو ڏيک ڏيندو رهيو ۽ 6 اپريل 2003ع تي برطانوي فوج ان تي قبضو ڪري ورتو.

**بُطانو:** مٿي تي ٻڌڪي، دستار، پڳڙي ٻڌڻ کان اڳ پهريائين ڪپڙي جي ٽوپي يا ڪُلو پائبو آهي. انهيءَ لاءِ ته ٻڌڪي، دستار يا پڳڙي جلدي ميري نه ٿئي. ڪُلي يا ٽوپيءَ جي اندران ڪپڙي جو پراڻ ڏبو آهي ته جيئن ٻڌڪو، لونگي، دستار وغيره مٿي تي ڦبي بيهي. پراڻ طور وڌيڪ ڏنل ڪپڙي کي "بطانو" چوندا آهن. هيءُ اصل ۾ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي.

**بَطلِيمُوس:** مشهور يوناني/ مصري هيئت دان ۽ جاگرافيءَ جو ماهر، جنهن جي نظرين تي مشتمل ڪتاب "المجسطي"، جو دنيا جي مشهور ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهي. هيءُ تقريباً 85ع ۾ ڄائو ۽ 167ع ۾ گذاري ويو "ڪوپرنيڪس" جي وقت تائين هيئت ۽ جاگرافيءَ تي سندس ڪتاب مستند ليکيا ويندا هئا، ليڪن ڪوپرنيڪس جي پيش ڪيل آسماني نظام، بطليموس جي نظرين کي رد ڪري ڇڏيو، جو ته سندس نظام ۾ ڌرتيءَ کي ساڪن مرڪز تصور ڪيو ويو هو، جنهن جي چوڌاريءَ سج چنڊ ۽ ٻيا سيارا گردش ڪندا هئا.

**بَعَلُ:** بعل، شامين (شام جي رهاڪن) جو ديوتا هو جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيو آهي، جنهن جي معنيٰ "قوة" آهي ۽ مڙس جي معنيٰ ۾ به ڪم آيل آهي. انهيءَ بُت کي "هبل" جي شڪل ڏئي ڪعبة الله ۾ ڪوڙيو ويو. جتي هيءُ بنوقريش جو سڀني کان وڏو ديوتا بڻجي ويو عهدنامہ قديم ۾ هيءُ بت واحد جي صورت ۾ فنيقين جو وڏو ديوتا ۽ جمع جي صورت ۾ "بعليم" ڪنعاني ديوتائن لاءِ استعمال ٿيو آهي. هيءُ لفظ مختلف معنائون رکي ٿو بائبل ۾ ڪيترين جاين تي پنهنجي بنيادي معنيٰ يعني مالڪ جي لاءِ استعمال ٿيو ۽ اردوءَ ۾ به اهوئي ترجمو ڪيو ويو. هن جي معنيٰ آهي ته "صاحب خانہ يا گهر جو مالڪ." ڇاڪاڻ جو عبرانين وٽ خاوند کي زال جو مالڪ سمجهيو ويندو هو انهيءَ لاءِ خاوند لاءِ به بعل جو استعمال ٿيندو هو يهوواهہ، بني اسرائيل جو مالڪ ۽ خاوند هو. انهيءَ لاءِ ٻهرين انهن سادگيءَ سان يهوواهہ کي "بعل" سڏيو ڪنعاني ماڻهو بعل جو لقب پنهنجي خاص ديوتا کي ڏيندا هئا. انهيءَ لاءِ اهو اسم خاص بڻجي ويو. هيءُ طوفان ۽ مينهن جي ديوتا جو نالو هو جنهن جي پوڄا ۾ جنسي عمل کي مذهبي حيثيت حاصل هئي. ڪجهہ ماڻهن جو خيال آهي ته بعل سج جو ديوتا هو، ڇو جو اُن جو مندر بيت الشمس (سج جو گهر) ۾ هو ڪجهہ مقامي ديوتائن کي به بعل چوندا هئا. بعل جي پوڄا قديم دور ۾ اعليٰ مقامن تي ڪئي ويندي هئي. اِن جي پوڄا ۾ انساني قرباني، پنهنجي پاڻ کي ڏک ڏيڻ ۽ بداخلاقيءَ جون رسمون شامل هيون. شروع ۾ ڪجهہ اسرائيلي پنهنجن ٻارن کي "بعل" جو نالو به ڏيندا هئا.

**بغاوت:** هڪ اهڙو باغيانہ عمل، جنهن سان رياست (حڪومت) جو نظام خطري ۾ پئجي وڃي ۽ جنهن جو مقصد قائم ٿيل آئيني حڪومت جو خاتمو هجي. جتي شخصي يا بادشاهي حڪومت هوندي آهي، ان جي خلاف ٻئي ملڪ سان سازباز ڪرڻ کي به بغاوت ۾ شمار ڪيو ويندو آهي.

**بغاوت**[2] (ڪتاب) : هڪ ڪتاب جو نالو جيڪو ايم. آر مائيداسائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 178 صفحا آهن ۽ قيمت 20 رپيا ڄاڻايل آهي. ليکڪَ اُن جو ڇاپو پهريون، چندن پريس، حيدرآباد مان سال 1943ع ۾ ڇپايو.

**بَغداد:** موجوده عراق جي گاديءَ جو شهر. اصل ۾ ٻئي عباسي خليفي جعفر بن منصور جو، عراق ۾ دجلہ درياهہ جي ڪناري تي ٻڌايل شهر، جيڪو عباسي سلطنت جي گاديءَ ۽ مشرقي اسلامي تمدن ۽ تهذيب جو مرڪز ٿيو اهڙي عاليشان ۽ دنيا جي مرڪزي شهر کي خليفي "معتصم بالله" جي عهد ۾ سال 656هه/ 1258ع ۾ هلاڪوخان منگول حملو ڪري، اهڙي ته ظالمائي نموني بيدرديءَ سان تباهہ ۽ برباد ڪيو، جو بغداد جو نالو "بغداد جي تباهيءَ" جي مفهوم ۾، بمعنيٰ "ظلم" ۽ "قهر" مشهور ٿي ويو. سنڌ جو بغداد سان قديم دؤر کان گهاٽو سٻنڌ رهندو پيو اچي. عرب اسلامي دؤر ۾، جڏهن سنڌ ۾ عربي ٻولي عام فهم ٿي ته سنڌ جا بغداد سميت اسلامي سلطنت سان تمدني تعلقات قائم ٿيا. سنڌ جا عرب گورنر، خود علم ادب جا ڪوڏيا هئا. بعد ۾ عرب ملڪن مان وڏا عالم، سياح ۽ سياسي اڳواڻ سنڌ ۾ ايندا رهيا. انهيءَ ئي عرب اسلامي دؤر ۾ سنڌي قبيلا بغداد پهتا. عباسين جي دؤر ۾ امام ابراهيم سنڌ ۾ آيو ۽ ان هتي اچي سنڌ جي تاريخ تي تحقيق ڪئي. جيئن ته ان




وقت بغداد عباسي خلافت جي گاديءَ جو هنڌ هو. تنهنڪري سنڌ ۽ بغداد جا تعلقات اڃا به وڌيڪ مستحڪم ٿيا. سنڌ مان ڪپڙي جا واپاري، صراف ۽ موسيقار وغيره بغداد وڃڻ لڳا. سنڌ جو ڪپڙو، خاص طور تي عورتن جا روا ۽ رنگين پوتيون بغداد ۾ مشهور ۽ مقبول ٿيون. انهيءَ کان سواءِ سنڌ جي سرازن جا ٺهيل موزا ۽ سليپر به تمام گهڻو معروف ٿيا ۽ بغداد جون امير عورتون انهن کي شوق سان استعمال ڪرڻ لڳيون. سنڌ جي عرب گورنرن معرفت ان وقت جا مشهور عرب شاعر مطيع بن اياس، الصمة بن عبدالله القشيري وغيره سنڌ ۾ آيا ته سنڌي نسل جا شاعر ابوعطا سنڌي، عياض سنڌي ۽ ابوالضلع سنڌي وغيره پنهنجي اعليٰ عربي شاعريءَ سبب اسلامي ملڪن ۾ مشهور ٿيا. ان ئي وقت سنڌي زبان جو هڪ شاعر برمڪي وزيرن جي شان ۾ هڪ قصيدو ٺاهي بغداد پهتو. جنهن تي ڪيس اعزاز ۽ انعام مليو برمڪين سنڌ مان ڪيترائي عالم ۽ پنڊت بغداد گهرايا، جن کي اتي اعليٰ عهدن تي رکيو ويو. ساڳيءَ طرح بغداد مان به ڪيترائي عرب عالم سنڌ ۾ آيا. سال 377هه/ 987ع ڌاري بغداد جي مشهور دانشور ۽ محقق ابن النديم، سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي صورتخطيءَ بابت تحقيق ڪري "الفهرست" نالي مشهور ڪتاب لکيو. سنڌ ۽ بغداد جي تمدني تعلقاتن بابت سنڌ جي پسارڪن وڪرن جا نالا بغداد تائين پهتا. بغداد جي عالمن خود انهن سنڌي وڪرن تي تحقيق ڪئي. سنڌ جا بغداد سان صوفيانا ۽ روحاني تعلقات ته قديم دؤر کان رهندا پئي آيا. دائود طائي، معروف ڪرخي، شيخ سري سقطي، جنيد بغدادي، ابوبڪر شبلي، عبدالواحد تميمي، ابوالحسن هنڪاري، ابوسعيد مبارڪ مخزومي، سيد عبدالقادر جيلاني، شيخ سيف الدين عبدالوهاب ۽ سيد صفي الدين صوفي وغيره، بغداد جا وڏا صوفي ۽ بزرگ هئا. سنڌ جي ڪيترن ئي صوفين ۽ درويشن انهن کان سڌيءَ ۽ اڻ سڌيءَ طرح فيض ورتو ۽ سنڌ ۾ مٿين بزرگن وسيلي سيد محمد

بقا، پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ، حافظ محمد صديق ڀرچونڊيءَ واري ۽ مولانا تاج محمود امروٽي وغيره دين جي تبليغ ڪئي. سنڌ ۾ صوفين جي سرتاج حضرت شاهه عنايت شهيد جا وڏا بہ اصل بغداد جا ڄيا وڄن ٿا، جيڪي پوءِ لڏي اچي اُچ شريف ۾ ويٺا (ان وقت اُچ سنڌ جي سرحدن ۾ شامل هو). پير عبدالقادر جيلاني بغداديءَ جي نالي پٺيان سنڌ ۾ قادري سلسلو شروع ٿيو سنڌ ۾ قادري سلسلي سان وابستہ صوفي درگاهون اڪثريت ۾ آهن ۽ اهي سڀئي بغداد جي گاديءَ جا پوئلڳ آهن. سنڌ جي صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ بہ بغداد جو ذڪر ملي ٿو.

ڏهين صدي هجريءَ ۾ بغداد مان هڪ بزرگ شاهه خيرالدين، سنڌ ۾ آيو ۽ سکر ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين. هو قادري طريقي جو بزرگ هو. هو 911هه/1505ع ڌاري بغداد ۾ ڄائو ۽ 1027هه/ 1617ع ۾ سکر ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي مدفون آهي. ان کان اڳ 1422ع ۾ سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان هڪ بزرگ شيخ يوسف الدين بغداد مان سنڌ ۾ آيو ۽ هتي ڪيترائي هندو لوهاڻا مسلمان ڪيائين. اڄ بہ سنڌ جا ماڻهو زيارتن لاءِ بغداد ويندا آهن، جتي اُهي ٻين بزرگن زيارتن کان علاوه امام اعظم رحہ، امام موسيٰ ڪاظم، امام يوسف، بهلول دانا ۽ ملڪہ زبيده جي مزارن جي زيارت تي بہ وڃن ٿا.

آمريڪا پاران مڙهيل جنگ کان پوءِ هن وقت بغداد تباهيءَ جو شڪار ٿيل شهر آهي. (وڌيڪ ڏسو: ’عراق‘)

**بُغلو**: پٽي راند (نَوَن) ۾ ٽيئي مُورتن وارا پتا. پٽي راند جو وڏو داءُ.

**بغلي**: قميص يا پهراڻ ۾ ڪڇري وجهڻ جو ڪپڙو. بغلي، اُٺَ جي هڪ بيماري، جنهن ۾ اُٺَ ران ڪي پيٽ سان هڻندو آهي. ڪتابَ جي مٿان ڪپڙي جو پوش. مَلهہ راند ۾ هڪ داءُ ڪهڙي يا ٻيلهاڙي راند ۾ حريف جي ٻانهن، ڪَڇَ ۾ جهلڻ جي ترڪيب ڪي بہ بغلي چئبو آهي.

**بقا آباد**: تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان اَٺ ڳوٺ موجود آهن: ’بقا آباد‘، ’ڊافر‘، ’شاهہ جندو‘، ’حسين ڳهٽيجو‘، ’حاجي خان ڳهنيجو‘، ’جان محمد جتوئي‘، ’ڏاتر ڏنو جتوئي‘ ۽ ’بروهي جتوئي‘.

**بقا بالله**: صوفين جي هڪ منزل جيڪا ”فنا في الله“ کان پوءِ حاصل ٿيندي آهي.

**بقا پور**: تعلقي ۽ ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان 6 ڳوٺ آباد آهن: ’رحمت پنگر‘، ’قادربخش پنگر‘ ’عرض محمد پنهور‘، ’رامپور عرف جشن مل‘، ’پيربخش شيخ‘ ۽ ’علي شير جکراڻي‘.

**بقاپور**[2]: ساڳئي نالي سان ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان 20 ڳوٺ آباد آهن: ’بقاپور‘، ’موليڏنو ماڇي‘، ’بخشا هُليا‘، ’خالقڏنو مگريو‘، ’طاهر هليو‘، ’قيصر ابڙو‘، ’احمد لاڙڪ‘، ’ڀائي خان جو ڳوٺ‘، ’گجو شيخ‘، ’ڊکڻ‘، ’خان محمد ٻگهيو‘، ’پنهون شيخ‘، ’حبيب ٻگهيو‘، ’دولت اوٺو‘، ’شيرمحمد‘، ’ٻچن جو ڳوٺ‘، ’فضل محمد ابڙو‘، ’سيدن جو ڳوٺ‘، ’عيدن جتوئي‘ ۽ ’صفر جتوئي‘.

**بقادار شاهہ**: نالي سان مٽياري تعلقي جو مشهور ڌاڙيل، جيڪو سن (ضلعي ڄامشوري) ۾ فوجي مقابلي ۾ ماريو ويو.

**بقادار شاهہ**[2]: هن نالي سان هڪ ڳوٺ دولت پور تعلقي جي ”ڊبليو- حسين شاهہ“ ديهہ (ڪيٽي) ۾ آباد آهي.

**بقادار شاهہ سيد**: سيد بقادار شاهہ، 3 ربيع الثاني 1310هه /1893ع ۾ مٽياريءَ ۾ ڄائو. تن ڏينهن ۾ اسڪولن جو واهپو گهٽ هو هن بنيادي تعليم ۽ ڪلام پاڪ جي تعليم استاد پير بخش ميمڻ وٽان حاصل ڪئي. پهرين شادي 1914ع ۾ ٻي شادي 1938ع ۾ ڪئي. هو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ رهيو ان دور ۾ هن مٽياريءَ ۾ ترقياتي ڪم ڪرايا. رستا ۽ اسڪول منظور ڪرايائين هو ضلعي لوڪل بورڊ حيدرآباد جو چيئرمين پڻ چونڊيو تن ڏينهن ۾ سنڌ جو وڏو وزير خانبهادر محمد ايوب کهڙو هو هن ڪانئس ضلعي لوڪل بورڊ جي بجيٽ ۾ بہ اضافو ڪرايو ڀٽي خاندان سان سندس ويجها ناتا رهيا. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي پيپلز پارٽي ٺاهي تہ هن سندس مان ۾ آجياڻو ڏنو مٽيارين جو اڳوڻو ايم پي اي پير نور شاهہ سندس پٽ ۽ هاڻوڪو ايم پي اي پير امير شاهہ سندس پوٽو آهي. هو 20 اپريل 1975ع تي 84 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو سندس تدفين مٽياريءَ ۾ ڪئي وئي.



**بقار ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ سانگهڙ ضلعي ۾ مکيءَ جي ڍنڍن جي سلسلي ۾ شمار ڪئي ويندي آهي. علائقي ۾ هڪ پراڻي ڳوٺ جو نالو آهي. جنهن تان هن ڍنڍ تي نالو پيو آهي.

هيءَ ڍنڍ مکيءَ جي سمورن ڍنڍن ۾ نمايان آهي. بلڪ مکيءَ جي سمورن ڍنڍن جي دل آهي. مکيءَ جي ڍنڍن ۾ مڇيءَ جي واپار جي حوالي سان بہ هن ڍنڍ جي اهميت ٻين ڍنڍن کان وڌيڪ آهي ۽ چوندا آهن تہ مکيءَ کان وڌيڪ بقار ڍنڍ جي مڇي تمام ذائقي ۽ لذت واري هوندي آهي. هن ڍنڍ جي ويڪر ڏيڍ ڪلوميٽر ۽ ڊيگهہ پنج ڪلوميٽر ڪن ٿيندي. سياري جي مند ۾ هت مختلف قسمن جا ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي ڄام لهن ۽ تن جو شڪار پڻ ٿئي ٿو.

**بقائي انسٽيٽيوٽ آف ري پروڊڪشن اينڊ ڊولپمينٽ سائنسز**:
هيءُ ادارو اهڙن ادارن مان آهي، جيڪي بقائي فائونڊيشن هيٺ مُلڪ ۾ عام صحت جي واڌاري لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. هن اداري ۾ بي اولاد مردن ۽



عورتن ۾ ”ٽيسٽ ٽيوب بيبي“ واري طريقي موجب ٻار جي پيدائش ڪئي ويندي آهي. سڀ کان اول ٽيسٽ ٽيوب بيبيءَ (Test Tube Baby) جو تجربو برطانيہ ۾ ڪري، 1978ع ڌاري اولڊهم (انگلنڊ) جي جنرل اسپتال ۾ ”لوئيس برائون“ نالي، هڪ ڇوڪري ڄڻائي وئي. ”لوئيس برائون“ جي ڄم دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو ۽ سائنسي دنيا ۾ انقلاب اچي ويو اولاد جي تمنا رکندڙ بي اولاد جوڙن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي. گهڻو ڪري اهو سمجهيو ويندو آهي تہ ٽيسٽ ٽيوب ذريعي ٻار جي پيدائش ناجائز يا غير شرعي عمل آهي، جڏهن تہ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي. اهو طريقو جيڪڏهن اسلامي ماحول ڪي برقرار

رکندي آزمايو وڃي تہ پوريءَ ريت جائز ۽ شرعي آهي. هن عمل ۾ زال ۽ مڙس جي جِمر جا خليا استعمال ڪيا وڃن ٿا ۽ جنهن زال جا خليا هُجن، اُهي ان ۾ ئي منتقل ڪيا وڃن ٿا. بقائي يونيورسٽيءَ ۾ اسلامي نقطہ نظر جو خيال رکيو وڃي ٿو. هتي جيڪي جوڙا اولاد جي طلب لاءِ اچن ٿا، انهن جو سمورو وچور ورتو وڃي ٿو. مثال طور: انهن جوڙن جي خبر ورتي وڃي ٿي تہ ڇا واقعي اُهي نڪاح ٻڌل زال مڙس آهن ۽ جِمر وارو مادو پيدا ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا؟ ڇا ٻئي زال مڙس حاضر آهن؟ عورت بيواهہ تہ نہ آهي؟ طلاق ورتل تہ نہ آهي؟ وغيره وغيره. هن وقت ٽيسٽ ٽيوب بيبيءَ وارو طريقو پاڪستان کان سواءِ ٻين مسلم مُلڪن سعودي عرب، وچ اوڀر ۽ ايران وغيره ۾ بہ ڪاميابيءَ سان هلي رهيو آهي.

**بقائي، ڊاڪٽر فريدالدين:** پاڪستان جي خانگي ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جو باني 15 آڪٽوبر 1935ع تي دهليءَ ۾ ڄائو. هن جو پيءُ ٽي. بيءَ جي مرض وگهي گذاري ويو. والده جي نگرانيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ آيو. پنهنجي ڪئريئر جو آغاز پوسٽ آفيس جي سامهون ويهي خط لکڻ سان شروع ڪيائين. چار درجا پاس ڪري تعليم جو سلسلو جاري رکيائين. 1950ع ۾ ڪراچي بورڊ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1952ع ۾ انٽرميڊيئيٽ ڪيائين. 1958ع ۾ ڊاؤ ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس ڪري اعليٰ تعليم لاءِ لنڊن روانو ٿيو. اتان 1965ع ۾ ايف. آر. سي. ايس ڪري وطن موٽيو. 1967ع ۾ انٽرنئشنل ڪاليج آف سرجري شڪاگو مان ايف. آءِ. سي. ايس ڪيائين. 1976ع ۾ بقائي فائونڊيشن قائم ڪيائين. پنهنجي زال ڊاڪٽر زاهده بقائيءَ جي تعاون سان بقائي ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جو بنياد وڌائين. 1993ع ۾ ايف. سي. پي. ايس ڪيائين. 1997ع ۾ بقائي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ۽ سرجريءَ جي شعبي جو چيئرمئن مقرر ٿيو. ڪراچيءَ ۾ سندس قائم ڪيل بقائي ميڊيڪل اسپتال ڪاميابيءَ سان هلي رهي آهي.



**بقائي ميڊيڪل يونيورسٽي:** ملڪ جي معروف سرجن ڊاڪٽر فريدالدين بقائي ۽ ڊاڪٽر زاهده بقائي، 1960ع ڌاري ڪراچيءَ جي گهٽيل آباديءَ واري علائقي ناظم آباد ۾ هڪ طبي مرڪز قائم ڪيو. جيڪو 350 بسترن تي



مشتمل بهتر طبي سهولتن سان خاص ڪري وچولي ۽ غريب طبقي لاءِ ڀهج جوڳو هو. بعد ۾ طبي سهولتن جي اڻ هوند کي محسوس ڪندي، هنن ڪراچي جي سُپر هاءِ وي تي هڪ ڀرپور صحت مرڪز قائم ڪرڻ جو سوچيو ۽ 1976ع ڌاري بقائي ميڊيڪل ڪمپليڪس جو بنياد وڌو. ان اداري جي قيام جو مقصد ڀرپاسي جي آباديءَ کي صحت جون بهتر سهولتون مهيا ڪرڻ هو. بعد ۾ ڊاڪٽر بقائي ۽ سندس گهر واريءَ بقائي ميڊيڪل ڪاليج جو بنياد وجهڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. 1988ع ۾ بقائي ميڊيڪل ڪاليج شروع ٿي ۽ 1990ع کان پاڪستان ميڊيڪل ۽ ڊينٽل ڪائونسل طرفان، بقائي اسپتال ناظم آباد ۾ طبي ڪلاس هلائڻ شروع ڪيا ويا. اڳتي هلي بقائي فائونڊيشن طرفان بقائي ڊينٽل ڪاليج بہ شروع ڪئي وئي، اها ڪراچيءَ جو ٻهريون ڊينٽل ڪاليج هو. جڏهن تہ بقائي ميڊيڪل ۽ ڊينٽل ڪاليج جي ٻهرئين بئچ جڏهن تعليم پوري ڪئي تہ کين ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان ڊگريون ڏنيون ويون. بعد ۾ پي. ايم. ڊي. سي طرفان الحاق مليو ۽ اڳتي هلي ان کي يونيورسٽيءَ جو درجو مليو. هن وقت بقائي ميڊيڪل يونيورسٽي جو شمار ملڪ جي بهترين ادارن ۾ ٿئي ٿو.

**بقراط:** بقراط يونان جو مشهور ڏاهو ۽ حڪيم ٿي گذريو آهي، جيڪو 469 ق. م ۾ يونان جي ڪوس جزيري ۾ پيدا ٿيو. کيس حڪمت جو ابو ڪوٺيو ويندو آهي. بقراط حڪمت جي تعليم حاصل ڪري حڪمت جوئي پيشو اختيار ڪيو. هو تعويذ ۽ منتر وغيره جي سخت خلاف هو. هن ثابت ڪيو تہ هر مرض جا ڪارڻ قدرتي هوندا آهن ۽ انهن جو علاج دوائن سان ئي ممڪن آهي، نہ ڪي تعويذن ۽ منترن سان. هن بيمارين جا ڪارڻ ڳوليا. سندس خيال موجب بيمارين جا ٻہ ڪارڻ آهن: هڪ موسمي ۽ ٻيو غلط خوراڪ جو استعمال. هو غذا کي دوائن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اهميت ڏيندو هو. سندس خيال هو تہ غذا جو صحيح استعمال بيمارين کان دور ڪري ٿو. هن جا ڪيترائي شاگرد هئا. هو انهن کان قسم نامو وٺندو هو ۽ کين ڊاڪٽري جي ڊگري ڏيندو هو. طب بابت سندس لکيل تحريرون ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. هن جا مضمون ترجمو ڪري لوب لائبرريءَ ۾ رکيا ويا آهن. ڪن يونيورسٽين ۾ تعليم پوري ڪري ويندڙ شاگردن کان 'بقراطي قسم نامو' کنيو ويندو آهي. بقراط رومي سمنڊ جو سفر ڪيو. هن ڪيترائي شهر گهميا ۽ جتي بہ ويو، اتي طب جي تعليم جو رواج وڌائين. سندس لکيتون اڄ بہ اهميت واريون آهن. هن 377 ق. م ۾ وفات ڪئي.



**بَقر عِيدَ:** عيدالاضحيٰ، جيڪا 10 ذوالحج تي ملهائبي آهي. هن عيد کي "حج واري عيد" کان سواءِ "بقر عيد" بہ چوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هن عيد تي سنڌ ۾ عموماً ڳائي مال جي قرباني ڏيندا آهن. سنڌ زرعي ملڪ آهي. هتي ڳائي نسل جو مال ڌاريندا آهن، ڇاڪاڻ تہ ڏڳو هر ڦار، نار، هُرلي، گهاڻي، بيل گاڏيءَ ۽ بار برداريءَ ۾ ڪم ايندو آهي. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ عيدالاضحيٰ تي گهڻو ڪري ڍڳو (ڏاند) قرباني ڪندا آهن پر ٻڪريون، رڍون، سانَ، وهڙين جي بہ قرباني ڪئي ويندي آهي.

**بقره سورة:** قرآن شريف جي ٻي مدني ۽ طويل سورة، جنهن ۾ 288 آيتون آهن. هن سورة ۾ نئين اسلامي ملت جو اعلان، بني نوع انسان جي تقسيم (مومن، ڪافر، منافق) سان گڏ آدم جي تخليق، ان جي وصفن ۽ ڪمزورين کي مختصر ڪري بيان ڪيو ويو آهي. سڀ کان پهرين قوم بني اسرائيل لاءِ تاريخ ٻڌائي ٿي تہ خدا تعاليٰ انهن کي بهترين فضائل ۽ نعمتون عطا ڪيون، ليڪن مسلسل نافرمانيءَ ۽ بدترين ڪافراڻن عملن سبب دين جي عمل ۾ نااهل ثابت ٿيا. انهن جو مؤرث اعليٰ حضرت ابراهيم عليہ السلام نبي مقرر ٿيو ۽ نئينءَ ملت جو ظهور ٿيو. جنهن جو قبلو حضرت ابراهيم جو ٻهريون تعمير ڪيل قبلو

قرار ڏنو ويو. نئين امت جا فرائض صوم ، صلواة، حج، زڪوات سان گڏ جهاد في سبيل الله جا احڪام مقرر ڪيا ويا. چوته قربانين ڪان سواءِ ڪابه قوم دنيا ۽ آخرت ۾ الله تعاليٰ جي عنايتن جي مستحق نٿي ٿي سگهي. نڪاح ۽ طلاق جا مسئلا، طالوت ۽ دائود جي جنگ جو ذڪر، خدا جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جا فضائل، خيرات ۽ مسڪينن جي امداد، وياج جي مذمت ۽ ممانعت وغيره جا احڪام به هن سورة ۾ شامل آهن. آخر ۾ قرض ۽ گواهيءَ جا احڪام، همدرديءَ ۽ صداقت، ديانت جو تاڪيدُ ۽ تنبيهه ته خدا تعاليٰ ڪان هڪڙي به انسان جا ارادا ۽ افعال ڳجها ڪين آهن. ان ڪان گناهن جي معافي ۽ مغفرت ۽ ڪافرن سان مقابلي ۾ نصرت جي دعا جي رهنمائيءَ سان سورة ختم ٿئي ٿي. مشهور آية الڪرسي به هن ئي سورة ۾ آهي.

**بَڪارَ:** روهڙي سب ڊويزن جو اڳيون نالو. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو. تحفة الڪرام موجب بڪر تعلقي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ روهڙيءَ جي سيدن جا پائر رهندا هئا. هيءَ جوءِ بڪر جي علائقي سان لاڳو هئي، سيدن جو وڏو شاهه مردان شاهه هو. جيڪو وڏو زميندار هو بڪار جي جاگير ڪيس مليل هئي. سندس اولاد مان مير علي شير ۽ سندس پائٽيو سيد لطف علي شاهه ٿيا. جيڪي پاڻ ۾ مخالف هئا، ۽ هميشه پيا پاڻ ۾ وڙهندا هئا. اِن تي سنڌيءَ ۾ چوڻيءَ طور هن وڙهندر پائرن کي چون: "ڪهڙي ڪا بَڪار جي جاگير اٿوَجو پيا وڙهو".

**بَڪارَ²:** ساڳئي نالي سان تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'شاهه مردان شاهه'، 'قليل'، 'بهرام خان بگٽي'، 'خانڻ بگٽي'، 'راهو'، گرواسي' ۽ 'ٻڌريو'. ڀٽائيءَ جي مشهور بيت "سائينم سدائين..." ۾ به بڪار ڪم آندل آهي.

"ڪنين پُڄ پڄائيو، ڪنين بيڪانير، بڪار".

**بڪاولي:** مرزا قليچ بيگ جو لکيل ناٽڪ. مرزا صاحب هيءَ ناٽڪ 1894ع ۾ لکيو. بڪاولي سنڌي ناٽڪ ۾ ٻيو نمبر ناٽڪ آهي. پهريون ناٽڪ حاجي امام بخش خادم جو لکيل "هير رانجهو" آهي. ڪن محققن جو خيال آهي ته پهريون ناٽڪ به مرزا قليچ بيگ جو 'ليليٰ مجنون' هو. بڪاولي ناٽڪ ۾ سنڌ جي هڪ مشهور قصي گل بڪاوليءَ کي ناٽڪي لباس پارايو ويو آهي. هيءَ ناٽڪ نثر واري گفتگوءَ ۾ آهي. بڪاولي "گل بڪاوليءَ" قصي ۾ هڪ پريءَ جو نالو آهي، جنهن سان تاج الملوڪ نالي شهزادي شادي ڪئي هئي.

**بڪائڻ:** هڪ قسم جو وڻ. جيڪو نم جهڙو ٿئي، پر "بڪائڻ" جا پن نم جي پنن ڪان وڏا ٿين. پن ساوا ۽ گل (ٻور) ڦڪو ٿئي. ٻج جي اندران اڇو مغز نڪرندو آهي. جيڪو دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. رت صاف ڪندڙ خاصيت جي ڪري ٻن ۽ گل استعمال ڪيا ويندا آهن. نموريون پسارڪي وڪر طور ڪم اچن. هن وڻ کي 'نم' به چون ته 'لِم' به. دراصل بڪائڻ 'نم' جو هڪ قسم آهي. هيءَ جلد وڏو ٿيندڙ وڻ آهي، جنهن جي ٿڌي ڇانءَ مشهور آهي. هن جا پن ساوا ۽ ڪارائيءَ وانگر ڏنداوان ٿيندا آهن. هن جي ٻج کي 'نموري' چون. هن جي نموري ۽ پن سخت ڪوڙا ٿيندا آهن. بڪائڻ جي ڪاٺيءَ مان راند جو سامان ٺهندو آهي. سنڌ ۾ اڌوهيءَ ڪان بچاءَ لاءِ نم جا دروازا ۽ دريون ٺاهين. هيءَ عمارتي ڪاٺ طور به ڪم اچي.

**بڪڪ:** هيءَ قبيلو دُريجيءَ ۽ حب واري ايراضيءَ ۾ آباد آهي. ڪراچيءَ ۾ بڪڪن جو ڳوٺ موجود آهي. مشهور سنڌي شاعره ج. ع. منگهاڻي به بڪڪ آهي.

**بَڪَمُ:** هڪ قسم جو وڻ. جيڪو دکن ۽ انجبار طرف ٿيندو آهي. هن جا پن بادام جي پنن جهڙا ۽ گل زرد ۽ هن جي ڇوڏي ڳاڙهي ٿئي ٿي، جيڪا رنگ ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي.

**بَڪو:** هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي ننڍڙي مڇي آهي، جيڪا ڪائڻ ۾ ذائقيدار ۽ قوت بخش ٿئي ٿي. هن جي ڊيگهه چار انچ کن ٿئي ۽ گهڻي پاڻي واپرائجي ٿي. هن جي ڪاڌ خوراڪ مٽي، پاڻيءَ جا ڪيڙا ۽ جيت آهن.

**بُڪيجا:** هڪ ذات جو نالو جيڪي سميجن جي قبيلي مان آهن. ابڙن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ 'بڪيجا' آهي ۽ ابڙا سمائن ۾ اچن ٿا.

**بُڪيرا:** سنڌ جي سماٽ ذاتين مان هڪ ذات آهي هيءَ ذات سڄيءَ سنڌ ۾ موجود آهي، حيدرآباد ۽ ٽنڊي الهيار ضلعن ۾ "بڪيرن" جا ڳوٺ آباد آهن. جن مان هڪ مشهور ڳوٺ "بڪيرا شريف" آهي. بُڪيرن ۾ "خاڪو" نالي سان هڪ مشهور سُگهڙ 45- 1840ع ڌاري ٿي گذريو آهي. هن جا بيت ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرومپ واري شاهه جي رسالي واري ڇاپي (1866ع) ۾ به آيل آهن. مثال طور:

موتي هن مذڪور جي، ڳالهه نه ڪرين ڪاءِ،
پٿو هُئين پاتار ۾، ٿي لهرن لڪ لڳاءِ،
خبر ڏيهون "خاڪو" چوي، سُپيان جي ساءِ،
ته ڪهڙا ڪم ڪياءِ، جو مٿان بيٺي بنئين.

**بڪيرا²:** هن نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي سيوهڻ جي ديهه "سلطان پور" ۾ به آباد آهي.

**بُڪيرا شريف:** تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار، جي ديهه "بُڪيراٿيءَ" ۾ هڪ مشهور ڳوٺ آهي. هيءَ ڳوٺ نصرپور جي اوريان ٽن ڪوهن ۽ ٽنڊي الهيار کان 10 ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه طرف شيخ پرڪيي روڊ تي واقع آهي. هتي غوث بهاءُ الدين ذڪريا جي اولاد مان قريشي پيرن جي درگاهه آهي. لفظ بُڪيرا، "بُڪيءَ وارا" جي بگڙيل صورت آهي، روايتن مطابق اندازاً ائين صدي عيسويءَ ڌاري سنڌو درياهه جو وهڪرو، انهيءَ جڳهه ڪان هوندو هو ۽ درياهه هتان ئي موڙ ڪائيندو هو ان موڙ وٽ مُهاڻا آباد هوندا هئا، جيڪي درياهه جي ان موڙ کي 'بُڪ' يا 'بُڪي' ڪري سڏيندا هئا. بعد ۾ اهو موڙ مهاڻن جي سڃاڻپ بڻجي ويو ۽ اهي "بُڪيءَ وارا مهاڻا" سڏجڻ لڳا. ائين اهو ڳوٺ "بوڪيل" سڏجڻ لڳو. جڏهن ته نائين صدي هجريءَ ڌاري بزرگن جي اچڻ ڪري 'بُڪيرا شريف' سڏجڻ لڳو هن شهر ۾ 35 فوٽ اُوچو هڪ دڙو آهي، جنهن تي شهر جي آباديءَ جو چوٿون حصو رهي ٿو مذڪوره دڙو انتهائي قديم آهي، پر دڙي جي موجوده صورت ۾ اچڻ بابت ڪابه ڄاڻ نه آهي. ڪن روايتن مطابق اهو دڙو دشمن ڪان بچاءَ لاءِ ڪتب آندو ويندو هو. ڪن جو خيال آهي ته اهو دڙو، مُهين جي دڙي جيان ڪو تباهه ٿيل شهر آهي. ڪجهه سال اڳ هن علائقي مان چانديءَ جا پُراڻا سڪا مليا هئا ۽ ڪيترين ئي جاين جو بنياد کوٽيندي ڦلهيار، ڪوئلو مٽيءَ جي ٿانون جا ڀڳل ٽڪرا، هڏا ۽ ٻيو سامان پڻ مليو هو جنهن مان هن شهر جي قدامت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو هن وقت "بُڪيرا شريف" تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جو اهم شهر آهي. هتي جي پرائمري اسڪول جي پهرين عمارت 1906ع ۾ ٺهي، جڏهن ته ڊسپينسري 1940ع ۾ قائم ٿي. 1960ع ۾ بوائز مڊل اسڪول ٺهيو هن شهر کي، 1974ع ۾ بجليءَ جي سهوليت ڏني وئي، جڏهن ته 1978ع ۾ حبيب بئنڪ هن شهر ۾ شاخ کولي. 1988ع ۾ صحت مرڪز ۽ هاءِ اسڪول قائم ٿيا. 1995ع ۾ ٽيليفون ايڪسيچينج ۽ 1999ع ۾ گرلز مڊل اسڪول قائم ٿيو تاريخي روايتن موجب، جنهن هنڌ هن وقت اهو ڳوٺ آباد آهي، اتي 951ھ/ 1544ع ڌاري غوث بهاءُ الدين ذڪريا جي اولاد مان شيخ فاضل شاهه اچي ويٺو

لڳ ڀڳ انهيءَ ئي وقت شيخ شهرالله نالي هڪ بزرگ (جيڪو پڻ غوث بهاؤالدين جي اولاد مان هو) نصرپور ۾ اچي رهڻ لڳو. شيخ فاضل شاهه پنهنجي نياڻي شيخ شهرالله کي ڏني. ائين آهستي آهستي ملتاني پير انهيءَ هنڌ آباد ٿيندا ويا. مٿين بزرگن مان پوءِ شاهه سراج الدين، شاهه قائم الدين قلندر، مهر شاهه ۽ فاضل شاهه (ثاني)، جٺي شاهه ۽ امام بخش شاهه پالڪيءَ واري جهڙا بزرگ پيدا ٿيا، جن پنهنجي علم ۽ فضل جو ڏاڪو ڄمايو ۽ وڏو نالو ڪڍيو.

**بکيراٽي:** تعلقي ٽنڊي الهيار، ضلعي حيدرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'بکيرا شريف'، 'سيفل خاصخيلي'، 'مير حسن جويو'، 'الهه بخش جروار'، 'دوست علي ڪوڪر'، 'حاجي عالم خان ڪوڪر'، 'حاجي شفيع محمد پتافي'، 'حاجي غلام محمد درس'، 'مقبول احمد ميمڻ'، ۽ 'آچر دل'.

**بُکيرائي، مراد علي شاهه:** نوجوان مراد علي شاهه 'بکيرائي' 19 آڪٽوبر 1974ع تي بکيرا شريف ۾ سيد علي محمد شاهه جي گهر ۾ ڄائو. 1979ع ۾ پرائمري اسڪول بکيرا شريف مان تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مئٽرڪ پراونشل هاءِ اسڪول ۽ انٽر ايس. ايم ڪاليج ٽنڊي الهيار مان ڪيائين. مراد علي شاهه بکيرائيءَ جي سڃاڻپ ڪارٽونسٽ، مصور، صحافي، شاعر ۽ ليکڪ طور آهي. لکڻ جي شروعات، 1987ع کان ڪيائين ۽ صحافت جي شروعات 1990ع کان روزاني اخبار "سرواڻ" جي عيوضيءَ طور ڪيائين. 1993ع ۾ ساڳيءَ اخبار جو سب ايڊيٽر مقرر ٿيو. 9 مارچ 1996ع تي روزاني "سوال" حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ ڪارٽونسٽ مقرر ٿيو. 22 مارچ 1999ع کان مئي 2000ع تائين هڪ ئي وقت ٻه رسالا ماهوار "روپا"، حيدرآباد ۽ ماهوار "ڪوشش" بکيرا شريف مان جاري ڪيائين. سندس ڪارٽون سنڌ جي سمورين سنڌي اخبارن ۾ شايع ٿيا ۽ روزاني "سوال" حيدرآباد ۾ لاڳيتو ٽن سالن تائين شايع ٿيندا رهيا. 1997ع ۾ سندس ڪارٽونن جو ڪتاب "اُنڌن اڳيان آئينا" شايع ٿيو. 1995ع کان اپريل 1996ع تائين ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ٻارڙن لاءِ دلچسپ ۽ معلوماتي سلسلا پيش ڪندو رهيو. هن وقت روزانه عبرت سان واڳيل آهي.

**بُکيون:** انساني جسم ۾ چوٽرن جي ٻج وانگي ڪاڄي جي داڻي جهڙا ٻه ڳاڙها عضوا ٿين. هنن جي ڊيگهه اٽڪل ساڍا چار انچ ٿيندي آهي. پاسرائين جي هيٺان، پٺيءَ جي ڪنڊي جي ڀرسان هونديون آهن. پيشاب جي ناهڻ ۽ ٻاهر نيڻ هن عضوي جو ڪم هوندو آهي. پيشاب



اندروني حصي جي نلين ۾ جمع ٿي مثاني ۾ پهچندو آهي. هن 300 گرام عضوي جو وزن، پيدائش جي وقت 24 گرام ۽ هڪ سال جي ٻار جي بُکيءَ جو وزن 66 گرام هوندو آهي. جسم جي خراب مادن کي رت جي ذريعي بکيون ئي صاف ڪنديون آهن ۽ اهو پيشاب جي ذريعي خارج ٿيندو آهي. هن جي ڪارڪردگيءَ جي لاءِ 40 سينٽي گريڊ گرمي گهربل هوندي آهي. جيڪڏهن هن کي ٿڌو رکيو وڃي ته فلٽر جي فعل ۾ گهٽتائي اچي ويندي آهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته انسان مناسب غذا استعمال ڪري.

رت ۾ مختلف نمڪيات ۽ ٻين شين جو هڪ مقرر تناسب هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ان ۾ گهٽ وڌائي ٿي ويندي آهي. اصل ۾ بکين جو ڪم اهو آهي جو هو رت مان بيڪار مادن ۽ نمڪيات وغيره جي ضرورت کان وڌيڪ مقدار کي خارج ڪن ٿيون، جيئن نمڪيات جو تناسب صحيح رهي. بکين جي بيماريءَ ۾، پٿري، ورم ۽ ڪينسر شامل آهي. بکين جي بيمارين جو پتو لڳائڻ لاءِ ايڪسري، پيشاب ۽ رت ٽيسٽ اهم ذريعو آهن. ان کان علاوه جوهري طب کان به اهو ڪم ورتو ويندو آهي. بکين جي فعل جو مطالعو ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحبان رينو گرام (Renogram) تيار ڪندا آهن. ان ٽيسٽ ۾ مريض جي ٻنهي گردن تي ريڊيائي شعائون معلوم ڪرڻ وارن ٻن حساس آلن کي رکيو ويندو آهي. هاڻي هر ملڪ ۾ گردن جي تبديلي (Kidney Transplant) جو ڪم هلي رهيو آهي.

**جانورن جون بُکيون:** جانورن ۾ بُکيون يا گُردا ٻه هوندا آهن. هڪ کاٻو ۽ ٻيو ساڄو. آخري ٻن پاسرائين ۽ پهرين لمبرورٽي ٻري جي هيٺيان هوندا آهن. کاٻي پاسي واري بکي ڪجهه اڳتي آهي. ساڄي پاسي واري بکي، دل جي شڪل جهڙي آهي ۽ کاٻي چونئري (Bean) جي شڪل وانگر ڪجهه ڊگهي ٿيندي آهي. بُکين جو وزن اٽڪل 24- 25 آئونس ٿيندو آهي. ساڄي پاسي واري بکي، کاٻي پاسي واري بکيءَ کان هڪ آئونس ڳري ٿيندي آهي. بکيءَ جي اندر رت جون تمام سنهيون ناليون هونديون آهن. جيڪي رت مان پيشاب ڇاڻين ٿيون ۽ پيشاب، نالين ۾ جمع ٿي، ڦڙو ڦڙو ٿي، مثاني ۾ پهچي ٿو.

**بُک** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 150 صفحا آهن ۽ قيمت اڍائي رپيا ڄاڻايل آهي. سندر ساهتيه پبليڪيشن طرفان، ٻاپا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان، سال 1946ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ساڳئي نالي سان مشهور انگريز ليکڪ 'نٽ هيمسن' جو ڪتاب (Hunger) ("بک") سنڌي زبان ۾ پڻ ترجمو ٿي چڪو آهي.

**بک جو شڪار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب کانچند شامداس درياڻيءَ جو ناٽڪ لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، ڪوهنور پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1932ع ۾ ڇپيو

**بکر:** سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ ننڍڙو ٻيٽ. جتي عباسي خليفي هارون الرشيد جي جرنيل شخ ابوتراب 787ع ۾ اروڙ جي ويرانيءَ کان پوءِ شهر آباد ڪيو ۽ ان جو نالو "فرشته" رکيائين. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ سيد محمد مڪيءَ جي هتي اچڻ کان پوءِ ان جو نالو "بکر" ٿيو. سومرن جي دؤر ۾ سنڌ اندر



پهرين سهروردي صوفي خانقاهه به بکر ۾ قائم ٿي. بکر جي قلعي ۾ مغل رهندا هئا. جن مان کي ترخانن جي شاخ هئا ۽ کي ارغونن جي اولاد مان هئا. هو بکر ۽ ان جي آس پاس وارن علائقن تي قابض هئا. بکر مغل نوابن جي زماني تائين اتر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو هتي وڏا عالم، تاريخدان ۽ شاعر پيدا ٿيا. ابن بطوط به پنهنجي سفرنامي ۾ هن باوقار ۽ پررونق شهر جو ذڪر ڪيو آهي. انگريزن جي دؤر ۾ هيءُ شهر اُجڙي ويو. هن شهر جي نالي بابت "قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڳهو" ۾ ڄاڻايل آهي ته فارسي ٻوليءَ ۾ هن کي 'بکر' يا 'ٻکَر' ڪري لکندا آهن. هن جو اصلوڪو نالو 'فرشته' آهي. هندو راجائن جي ڏينهن ۾ جڏهن هن شهر جو وجود ئي ڪونه هو، تڏهن "الور" (هاڻوڪو "اروڙ") وڏو شهر هو. جڏهن اُهو ڦٽو، تڏهن بکر آباد ٿيو. پوءِ الور پاڻ بکر جي ڀرپاسي وارو ڳوٺ بڻيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب "فتوح البلدان" جي لفظن "الرور و بغرور" جي آڌار تي لکيو آهي ته هيءُ شهر هندو راڄ جي ڏينهن ۾ به موجود هو. تاريخ مان خبر پوي ٿي ته سمن جي دور ۾ هن شهر کي زبردست سياسي ۽ فوجي اهميت حاصل هئي. ڄام نندي جي دور ۾ هتي پيدا ٿيل بدنظميءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ دلشاد وزير کي مقرر ڪيو ويو هو. ساڳئي وقت ان دور ۾ جيڪي شهر سنڌ اندر واپار توڙي علمي اهميت ڪري مشهور هئا، تن مان بکر به اتر سنڌ جو هڪ علمي ۽ واپاري شهر شمار ڪيو ٿي ويو. مير ابوالغيث بکري هتان جي برگزيده شخصيت آهي، جنهن جي طفيل ئي سنڌ مرزا پيرمحمد ۽ امير تيمور جي حملن ۽ تباهڪارين کان محفوظ رهي. سومرن جي دور ۾ بکر جي قلعي ۾ ناصرالدين قباچه پناهه ورتي ۽ پوءِ هتي ئي درياهه ۾ ٻڏي مئو. هڪ راءِ هيءَ به آهي ته اهو پنجاب جو شهر 'ٻکَر' هو جتي قباچه ٻڏي مئو هو. هن شهر توڙي قلعي کي هر دور ۾ زبردست سياسي ۽ فوجي اهميت حاصل رهي. ڪلهوڙن جيئن ئي اقتدار حاصل ڪري خدا آباد کي سنڌ جي گادي بنايو تيئن هن شهر جو زوال شروع ٿيو ويهين صديءَ ۾ بکر جي قلعي جي تباهي شروع ٿي. سيد محمد مکي مشهدي بن سيد محمد شجاع سنڌ ۾ آيو ته پهرين اتي آيو هو. سيد محمد مکي، مکي ۾ ڄائو هو. جنهن جي والده شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي نياڻي هئي. هن انهيءَ فرشته شهر ۾ ان وقت پير پاتو. جڏهن فجر جو وقت هو. جنهن کي عربيءَ ۾ "بُڪرة" چوندا آهن. سيد اتي لهڻ سان ئي چيو ته "جعل الله بکرتي في بقعة المبارک" يعني "خدا تعاليٰ منهنجو صبح هن برڪت واري ڳوٺ ۾ ڪيو". اُتي جا سيد، انهي سيد محمد مکيءَ جو اولاد آهن. سيد حيدر حقاني، مير ميران لوهريءَ وارو به ان جي اولاد مان آهي. اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾ مير معصوم شاهه. قتل الور شهر جي سرن مان اتي قلعو ٺهرايو ۽ سکر ۾ منارو جوڙايائين. اهو قلعو پوءِ نادرشاهه اچي ويران ڪيو. بکر جو قلعو پهرين شيخ ابوتراب عرب ٺهرايو جنهن جي قبر ميرپورساڪري تعلقي جي ڳُجي شهر ۾ آهي. انهيءَ تي سال 171هه/788ع لکيل آهي، جنهن جي مرمت وري شاهه بيگ ارغون ڪرائي. بکر جو قلعو سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تي درياهه جي پيٽ ۾ واقع آهي. هن قلعي سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڪنهن وقت ۾ هن کي مرڪزي حيثيت حاصل رهي ۽ فوجي مهمون هتان روانيون ٿينديون هيون. پتو پوي ٿو ته محمود غزنويءَ جي سپهه سالار، عبدالرزاق هيءُ قلعو 411هه/ 1020ع ۾ فتح ڪيو هو. ڪلهوڙن جي دور ۾ بکر هڪ تعلقي يا سب ڊويزن طور سڃاتو ويندو هو پوءِ قلعو خيرپور جي ميرن جي ملڪيت بڻجي ويو ۽ انهن کان پوءِ انگريزن جي ملڪيت بڻيو. 1543ع ۾ هتي هڪ جنگ پڻ وڙهي وئي. هي ڪنهن وقت ۾ علائقي جو صدر مقام پڻ رهيو ۽ سنڌ جو تاريخي قلعو آهي. قنڌار جي درانين جي ڏينهن ۾ سنڌ جو سِري وارو پرڳڻو جنهن ۾ بکر جو قلعو سکر شڪارپور ويندي مدڻجيءَ تائين شهر ۽ ڳوٺ، کي ڏينهن ڪابل قنڌار جي ماتحت هئا. افغان نائب شڪارپور ۾ رهندو هو سال 1192هه/ 1778ع ۾ تيمور شاهه جي حڪم سان نواب صديق خان، بکر جي قلعي جي نئين سر تعمير ڪرائي. بکر جي قلعي جي ايراضي اوير کان اولهه تائين 800 ۽ ويکر ۾ 3 سؤ گز هئي. ٽڪري درياءَ کان 25 فوٽ اوچي هئي ۽ قلعي جون ديوارون 30 کان 35 فوٽن تائين بلند هيون. جن تي مضبوط برج اڏيل هئا. قلعي کي ٻه دروازا، سکر ۽ روهڙيءَ طرف کان هئا. 1838ع ۾ انگريزن جي قبضي ڪرڻ وقت قلعي اندر 25 جهونيون عمارتون هيون ۽ 115 ڊٺل عمارتن جا ڍڙا هئا. جن مان کي زمين کان 15 فوٽ ته کي 20 فوٽ اوچا هئا. روهڙيءَ واري لئنسڊائون پل، جا بکر کان شروع ٿئي ٿي، تنهن جي ايرندي ۾ پل جي پرسان هڪ عمدي عمارت مغلن جي دور جي بيٺل هئي، تنهن کي انگريزن بارود خانو بڻايو هو پهرين افغان ويڙهه جي خاتمي کان پوءِ انگريزن بکر جي قلعي کي سياسي قيدين لاءِ جيل خانو جوڙيو 1931ع ۾ بکر جي قلعي ۾ ملٽري بئرڪون تعمير ڪرائي ملٽري رکي وئي، ڇاڪاڻ ته قلعو سنڌ جي سرحد تي هو 1943ع ۾ نيم ملٽري پوليس "سنڌ رينجرس پوليس" کي قلعي ۾ رهايو ويو. تنهن کانپوءِ رزرو هٿياربند پوليس 1960ع تائين قلعي کي وسايو هيئنئير هن ۾ پاڪستان جا فوجي رهندڙ آهن.

ڏيان ۾ رکڻ جوڳي حقيقت هيءَ به آهي ته سکر ۽ بکر جي وچان وهندڙ وهڪرو، روهڙيءَ ۽ بکر وچان وهندڙ وهڪري کان ويکر ۾ چوٿين حصي جيترو آهي. سکر ۽ بکر جي وچ واري وهڪري جي ماپ چار سؤ گز آهي. پهرئين دؤر ۾ سکر ۽ بکر جي وچ وارو وهڪرو هيٺ اونهو ڪونه هو. روهڙيءَ ۽ بکر جي وچ واري وهڪري جي وَهڪَ جي تک کي مانارو ڪرڻ واسطي، سکر بکر واري تراڪڙي وهڪري کي ڪوٽي ڪجهه ويڪرو بڻايو ويو آهي. ايسٽ وڪ چوي ٿو ته "جتي ڪلي بارن جو گهر آهي، اتي درياهه وڏيڪ اونهو آهي. هيٺ پاڻيءَ ۾ ڪنهن پراڻي جاءِ جو ٺٻ آهي. تنهنڪري پاڻي ان سان ٽڪرائي ڪُن هڻندو آهي. جڏهن پاڻي لهي ويندو آهي ته اهو ٺٻ نڪري نروار ٿيندو آهي. ٻي ثابتي، جنهن کي رد ڪري نه ٿو سگهجي، سا خواجه خضر جي ٿان واري لکت آهي، جنهن مان اهو معلوم ٿيندو ته. ڪهڙي زماني ۾ هاڪڙي جي ڇاڙهه، اروڙ مٿان پنهنجو وهڪرو مٽائي، بکر جو اولهه ڏئي وهڻ لڳي هئي". ٻئي هنڌ اسان کي ٻڌائي ٿو ته .سکر ۾ هندن جون تاريخي جايون يا تيرٿ موجود ڪونه آهن." ملتان ۽ بکر جي سرڪارن ۾ جيڪي درياهي تبديلين اثر پيدا ڪيا، تن جو ذڪر ابوالفضل جي تصنيف کان وڌيڪ. ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ ملي نه سگهندو. هن ۾ بياس ۽ ستلج جي وچ تي بست جلندر جي کهرور علائقي جي ڪيترن ڳوٺن جو ذڪر آندو آهي. ملتان موجوده دور جيان باري دوآبي ۾ هو پراچ، اوٻاوڙو، پٽي واهڻ (هيءَ پٽين جو ماڳ هو)، بليدين جو جمشير، بلوچن جي دودائي، ڏهرن جي ديراوال (موجوده دور ۾ ديراوار سڏيو ويندو آهي)، ڏهرن جي سوراءِ يا سيوراهي، فتح پور ڳوٺ، کهرور، غازي پور جو مهلول، رپڙي راڄپر، دودوخان (هن جو نالو شايد تازو بدلايو ويو آهي ۽ هتان جي ماڻهن جو ذڪر به ڪونه ٿو ملي). موءَ (هاڻي هن کي موءَ مبارڪ سڏيو ويندو آهي)، پٽين جو ماروت (جيڪو موج ڳڙهه کان ايڪيهه ميل اتر-اوير طرف آهي)، مهند ۽ سيت پور، اهي سڀ بيرون پنج ند واري علائقي ۾ شامل آهن. هنن مان دودائي، فتح پور، سيت پور ۽ شايد جمشير سنڌوءَ جي اولاهينءَ ڪنڌيءَ سان آهن. اڳين صديءَ ۾، جيڪا آخري ۽ وڏي اٿل پٿل آئي، تنهن کان پوءِ سيت پور ۽ ٻيا مٿيل نالن وارا ماڳ اڃا درياهه جي اولهه پار رهجي ويا هئا ۽ اهي پنج ند کان ٻاهر هئا. اُچ، اوٻاوڙو، پٽي واهڻ، سوراءِ يا

سوراهيءَ موءَ يا موءَ مبارڪ، ماروٽ ۽ ٻيا ماڳ اڃا به پنج ند واري علائقي کان ٻاهر آهن. پر اهي سنڌوءَ جي اوپر طرف آهن. هيءُ پاسي جتوئي محال، جيڪي پنج ند جي علائقي کان ٻاهر ۽ بکر سرڪار ۾ آهن، سي هن وڏي اٿل پُٿل کان اڳ ۾ "سيت پور" جيان سنڌوءَ جي اولهه ۾ هئا، پر هاڻي جتوئي سنڌ ساگر دوآبي ۾ سنڌوءَ جي اڀرندي پاسي آهن. ماٿيلي جو محال به بکر سرڪار ۾ سنڌوءَ جي اڀرندي طرف آهي. ٻيا محال به سنڌوءَ جي اوپر پاسي آهن. انهن مان هڪ اروڙ به آهي. جنهن کي قلعو آهي. بکر به نهايت سگهارو قلعو آهي. آئين اڪبريءَ ۾ ماٿيلي بدران "ماتهالا" ڪري لکيو ويو آهي، جيڪا هِجي غلط آهي. اڪبر نامي جي ڇاپي نُسخي ۾ هيءُ لفظ "متيلو" ۽ ڪٿي "متيلو" آهي. ويد ۽ مئڪ سال 33- 1832ع ۾ هرياري گهاري يا نيلي درياءَ وٽان اُڪريا هئا، انهن به هن گڏيل وهڪري کي غلطيءَ وچان ستلج سڏيو آهي. سندن چوڻ آهي ته "چڪرا" (چاڪر)، جيڪو غوثپور کان چار ڪوه اتر اوپر طرف آهي، سو سنڌوءَ کان گهوڙيسواريءَ رستي ڏهن منٽن جي پنڌ تي آهي. مئڻ ڪوٽ ان وقت جي الهندي يا ساڄي ڪناري کان ٽي ميل پري هو. هنن "چڪرا" جي ماڳ وٽان وهڪرو پار ڪيو، جيڪو پنج ند سان سنگم کان پوءِ ڪجهه هيٺ پرو هو. اهو نئون پنج ند آهي، جنهن جو ذڪر سندن تصنيف ۾ موجود آهي. سندن چوڻ آهي ته پنج ند جو پاڻي "ڳنبير ڳوٺ" ۽ "مهرڳوٺ" جي وچ تي هڪ وڏي وهڪري ۾ پئجي رهيو هو. "مهر جو ڳوٺ" مذڪوره سنگم کان اڀرندي پاسي آهي، ان دور ۾ جڏهن چاڙهه ٿيندو هو ته مئڻ ڪوٽ جي چوڌاري پاڻي ڦري ويندو هو.

**بکراٽي:** تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'آدم پنهور'، 'ٻرڙي'، 'مراد آباد'، 'چنگلاڻي'، 'محمد پنهور'، 'عمر پنهور'، 'دائم بروهاڻي'، 'الهداد ڪوسو'، 'سياڳو پنهور'، 'احمد خان جتوئي'، 'حاجي منو جتوئي'، 'خانڻ مير بحر'، 'بلاول جتوئي'، 'حاجي عطامحمد جتوئي'، 'دائود پنهور'، 'ولي محمد جمالي'، 'جان محمد عمراڻي'، 'علي شير خاصخيلي'، 'عبدالحق جمالي'، 'وڏيرو علي شير پنهور'، 'تاج محمد ڪوسو'، 'رحمت الله عمراڻي'، 'ڏتي بخش ڪوسو'، 'ٻريا'، 'اٿولو نواب'، 'حاجن'، 'اسماعيل پنهور'، 'حاجي خان بوزدار' ۽ 'وس وارا جمالي'.

**بکر شهيد:** تعلقي جوهيءَ، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ: 'قبو بکر شهيد'، 'پنهورن جا گهر'، 'لُنڊن جا گهر' ۽ 'حيدر جي مسجد' آباد آهن.

**بکر شيخ:** لس ٻيلي جو سگهڙ شاعر. بکر شيخ پٽ گنج بخش، مشهور شاعر شيخ حميد جو پڙپوٽو ۽ شيخ ابراهيم جو پوٽو هو. لس ٻيلي ۾ شيخن جي ڳوٺ جو رهاڪو هو. اندازاً 1839ع ڌاري يا ان کانپوءِ ٿي گذريو آهي. سندس گهڻا بيت لس ٻيلي جي جنگين بابت چيل آهن.



**بکر شيدي:** بکر شيدي، لاڙ جي مشهور ملهه انب شيديءَ (انب ڪارائيءَ) جو پٽ آهي. سندس اصل نالو غلام حسين هو. "اندرين" ۽ "وارو" سندس مَلهه جا خاص داءُ هئا. هيءُ ڏسڻ ۾ ننڍي بدن وارو پهلوان، جڏهن 'اندرين' هڻي يا 'وارو' ڪڍي پهرئين جوڙ جي ڪنهن ملهه کي دسيندو هو. ته ويٺل ماڻهو اٿي بيهندا هئا ۽ ڪيس زبردست داد ڏيندا هئا. ڪيس ملهه جو فن ورثي ۾ مليو هو سندس والد "انب شيدي" سندس استاد هو ماڇي قبيلي جي سردار ۽ ماڇڪي جي ٽمندار، حاجي محمد خان جو مٽس تمام گهڻو راڻ هو ۽ هي سڏبو ٿي سندس ملهه هو بکر شيدي هاري هو پر هن ملهه ۾ تمام وڏو نالو ڪڍيو هي ملهه جو ادارو هو هن سنڌ، بلوچستان ۽ ڏکڻ پنجاب جي ملهن سان وڏا مقابلا ڪيا ۽ کٽيا. پاڻ 1935ع ڪارو چاڻ، ضلعي ٺٽي ۾ جائو 60 واري ڏهاڪي ۾ هي شير ميربحر، غلام قادر، الهجڙئي سمي، جمعدار محمد رحيم، غلام سرور جتوئي، در محمد عالماڻي، سيد سمن شاهه وغيره جي جوڙ جو ملهه هو هن 1963ع ۾ ميلهه چرا خان، لاهور ۾ جنرل ايوب خان کان اوارڊ حاصل ڪيو ان ڪانسواءِ به هن ڪيترائي انعام ۽ سندون حاصل ڪيون. 2000ع ڌاري ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو.

**بکرينڊو:** هيرڻ جي ذات مان هڪ قسم جو وڻ آهي، جنهن جا گوگڙا ڏار ڏار، بنا چڳن جي ٽين ٽا. هن جا پن ڌاتوري جيان سُن ڪنڊڙ ۽ زهريلو تاثير رکندڙ آهن. ڪاٺڻ سان زوردار الٽيون اچڻ لڳن ٿيون.

**بکڙو:** هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جا ڏيلها ڪنڊن وارا ٿين ۽ ان ۾ اڃا داڻا ٿين. هيءُ پسارڪي وکر طور ڪم ايندو آهي. هيءُ ٽن- ڪنڊن وارو ٻوٽو آهي. جيڪو سَنهي ٽاندورن واريءَ ول جي صورت ۾ پکڙجي ٿو (ڏسو "ٻرٽ").

**بکُ، عشق، ادب** (ڪتاب): هند ۽ سنڌ جي مهان اديب موهن ڪلپنا جي آتم ڪٿا تي مشتمل هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1984ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران ڇپيو. پڪي جُلد سان 287 صفحن جي هن ڪتابجي قيمت 85 روپيا آهي. جڏهن ته هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ارم پبليڪيشن. لطيف آباد پاران مشهور ليکڪا ماهتاب محبوب شايع ڪرايو هو.

**بُکوري:** تعلقي ڪوٽ غلام محمد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بکو ڪڏي:** تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بکولاشاري:** تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

**بُکيجاڻي:** لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڇهه ڳوٺ آباد آهن: 'بُکيجاڻي'، 'ورند ماڇي'، 'ميرن جو ڪوٽ'، 'عبدالحڪيم بروهي'، 'اميد علي جتوئي' ۽ 'فتح محمد ماڇي'.

**بڳ:** چٽي، ڪوڙهه جي بيماريءَ جو اڇو ٽِڪو مٽرن ۽ ڏاڻن جي پوڪ جو هڪ مرض (جنهن ۾ ساوا پن اڇا ٿي وڃن). جوئر ۽ ٻاجهري جي پوڪ جو هڪ مرض.

**بڳ:** تعلقي خيرپورناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

**بُڳ:** هڪ ديهه جو نالو، جيڪا سن ريلوي اسٽيشن کان اولهه طرف آهي. هتي باراني پوکي ٿئي ٿي.

**بُگا:** تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ هڪ ڳوٺ، جتي جا پڙهيل ۽ عالم "بُگائي بزرگ" مشهور آهن. ساڳئي نالي سان ٻيو ڳوٺ، تعلقي سيوهڻ جي ديهه ۾ آهي.

**بُگائي، مخدوم غلام محمد:** ٻارهين صدي هجريءَ ۾ مخدوم غلام محمد بُگائي، جيڪو اصل موري تعلقي جي ڳوٺ "بُگا" جو رهاڪو هو. پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ عاشق رسول ٿي گذريو آهي. مخدوم صاحب جي ڄمڻ توڙي وفات جو سال معلوم ٿي نه سگهيو آهي. ميان نورمحمد ڪلهوڙي (1133هه/ 1719ع- 1167هه/ 1753ع) جي زماني ۾ مخدوم غلام محمد بگائي زنده هو نهايت ٿي پرهيزگار ۽ راست گو هو. سنڌيءَ ۾ مولود، معجزا ۽ مناقبا

منظوم ڪيائين. ڪنهن واقعي تي ميان نورمحمد ڪاوڙجي ڪهڙن وارن مخدومن جي 222 ماڻهن، مريدن ۽ مخدومن کي مسجد ۾ شهيد ڪرايو ان واقعي تي مخدوم غلام محمد بُگائيءَ سڄيَ واقعي کي منظوم ڪري، جمعي نماز تي ميان نورمحمد جي آڏو بيان ڪيو ۽ ڪانئس پڇيائين ته "هن واقعي ۾ ڪيترائي عالم فاضل شهيد ٿيا آهن، تن جو ڪو داد ڏيندو؟"

**بُگٽِي:** بلوچن جو هڪ قبيلو آهي، جيڪي مڪران جي 'بُگ' نالي قلعي ۾ رهندا هئا، جنهن ڪري مٿن نالو "بگٽي" پئجي ويو. هي خاندان سنڌ ۽ بلوچستان ۾ پکڙيل آهي. سندن وڏو مرڪز "ديره بگٽي" آهي، جتي سندن مرحوم سردار محمد اڪبر خان بگٽي رهندو هو. گذريل دور ۾ انگريزن رڳو بگٽين جي حملن کي روڪڻ لاءِ جيڪب آباد ۾ ڇانوڻي قائم ڪئي هئي. بگٽين جا هيٺيان پاڙا آهن: 'راهيجا'، 'شَهباڻي'، 'بخشلاڻي'، 'چاڪراڻي'، 'گدري'، 'بُگٽي'، 'ميرواڻي'، 'ڪيازئي'، 'مُندراڻي'، 'ڪلپر'، 'مشوري'، 'نوتاڻي'، 'سُندراڻي'، 'زرڪاني' ۽ 'بُگراڻي'. جلال خان سان، جيڪي 44 گهراڻا ايران ڇڏي سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا، تن ۾ هڪ گهراڻو "مير راهيجي" جو هو. ان گهراڻي جا پويان "راهيجا" سڏجن ٿا. مير راهيجن جي ويهين پيڙهيءَ ۾ سردار بيبرڪ خان زرقاني، گرگيج قبيلي کي شڪست ڏئي موجوده بگٽي علائقو حاصل ڪيو هو. گرگيجن کان اڳ انهيءَ علائقي تي بُليدين جو راڄ هو. اصل بگٽي زرقاني قبيلا (1) راهيجا، (2) نوتاڻي، (3) ڪَلپر، (4) ڦانگ ۽ (5) شهباڻي آهن. انهن زرقاني قبيلن کان علاوه ٻين بلوچ قبيلن جا ماڻهو به باهمي رنجشن سبب پنهنجا قبيلا ڇڏي اچي بگٽين سان گڏيا. جهڙوڪ 'سندراڻي'، 'رند'، 'راهيزي'، 'هيجباڻي' ۽ 'مُشوري' وغيره. سردار جي پڳ جي دستاربندي به مُسوري قبيلو پنهنجن هٿن سان ڪندو آهي. جان جيڪب جي دور ۾ بگٽي قبيلي جو سردار "بيبرڪ خان" هو جو نواب اڪبر بگٽيءَ جو پڙڏاڏو هو.

**بگٽي، اڪبر خان:** نواب اڪبر ولد محراب خان بگٽي، 12 جولاءِ 1927ع تي ڪيتران (بلوچستان) ۾ ڄائو هو. اڪبر بگٽي، سر شهباز خان بگٽي جو پوٽو هو. ننڍي عمر ۾ هو ڪراچيءَ ۾ پڙهيو ۽ سندس سنيال ڪجهه وقت علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي گهر واري ايلسا قاضيءَ ڪئي ۽ سائين جي ايم سيد جي پٽ امير حيدر سان گڏ هن علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ايلسا قاضي وٽ تعليم حاصل ڪئي. ان کانپوءِ هن ايچيسن ڪاليج



لاهور ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان تعليم حاصل ڪئي. هو سنڌي رواني‌ءَ سان ڳالهائيندو هو.

اڪبر بگٽي مئي 1958ع جي چوڻي چونڊ ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. اها سيٽ ڊاڪٽر خانصاحب جي قتل ٿيڻ تي خالي ٿي هئي ۽ هو سرڪاري ڌر جو حامي ٿي ويو هو. وزيراعظم فيروز خان نون (ريپبليڪن) جي ڪابينا ۾ 20 سيپٽمبر 1958ع کان 7 آڪٽوبر 1958ع تائين گهرو معاملن جو وزير رهيو ۽ ملڪ ۾ مارشل لا لڳڻ بعد اها ڪابينا برطرف ڪئي وئي هئي.

1960ع ۾ کيس گرفتار ڪري فوجي عدالت سزا ڏني ۽ هو ڪنهن به چونڊيل عهدي لاءِ نااهل ٿي ويو. قانوني پيچيدگين سبب هو 1970ع وارين عام چونڊن ۾ اميدوار نه ٿي سگهيو. بهرحال هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ اسد نواز بگٽيءَ جي چونڊ مهم هلائي جيڪو نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي بيٺو هو. بعد ۾ اسد نواز بگٽي نعپ جي حڪومت ۾ صوبائي وزير به ٿيو. اڪبر بگٽي جا نعپ جي قيادت سان خاص ڪري مير غوث بخش بزنجي سان اختلاف ٿي پيا. هن وفاقي حڪومت ۽ صدر ذوالفقار علي ڀٽي کي "لنڊن پلان" کان آگاهه ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ سردار عطاءُالله جي صوبائي حڪومت 14 فيبروري 1973ع تي برطرف ڪئي وئي. ٻئي ڏينهن وفاقي حڪومت اڪبر بگٽيءَ کي بلوچستان جو گورنر مقرر ڪيو ۽ صوبي ۾ فوج مقرر ڪري 'نعپ' جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جون وڏي پيماني تي گرفتاريون شروع ڪيون ويون. پهرين جنوري 1974ع تي هن گورنريءَ جي عهدي تان استعفيٰ ڏني. بلوچستان ۾ آپريشن ڪيو ويو ۽ اڪبر بگٽيءَ ان آپريشن جي حمايت ڪئي.

1988ع ۾ هو بلوچستان نيشنل الائينس ۾ شامل ٿيو ۽ 4 فيبروري 1989ع تي بلوچستان جو وڏو وزير مقرر ٿيو. تڏهن محترمه بينظير ڀٽو وزيراعظم هئي. بگٽيءَ جي حڪومت ڪجهه معاملن تي ساڻس اختلاف ڪندي رهي. نيٺ 6 آگسٽ 1990ع تي صدر جي حڪم تي وفاقي ۽ صوبائي حڪومتون برطرف ڪيون ويون.

1990ع وارين چونڊن لاءِ اڪبر بگٽيءَ جمهوري وطن پارٽي ناهي جيڪا صوبي ۾ اڪيلي اڪثريتي پارٽيءَ طور اڀري. 1993ع ۾ اڪبر بگٽي پاڪستان جي صدارت جي چونڊ ۾ بيهڻ جو اعلان ڪيو پر بعد ۾ هٽ ڪٺي ويو ۽ سردار فاروق احمد لغاريءَ جي حمايت جو اعلان ڪيائين. 1997ع ۾ اڪبر بگٽي ٻيهر جمهوري وطن پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو.

2004ع ۾ بلوچستان جي بگٽي علائقي ۾ جڏهن هٿيار بند ويڙهه شروع ٿي ته هو 2005ع ۾ انڊرگرائونڊ ٿي ويو. ان وقت جي پاڪستان حڪومت جو خيال هو ته هو ڪاسترو ۽ چي گويرا جي طرز تي گوريلا جنگ وڙهي رهيو آهي. لڳاتار سرڪاري حملن بعد کيس 26 آگسٽ 2006ع تي ڪوهلو جي جبلن جي هڪ غار ۾ قتل ڪيو ويو. اها جاءِ ڪوئيٽا کان 150 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي. سندس شهادت بعد بلوچستان ۾ سخت احتجاج پڻ ٿيو. پاڪستان جي تڏهوڪي صدر جنرل مشرف بگٽيءَ جي قتل کي پاڪستان جي فتح سڏيو ۽ ان ڪارروائيءَ جي اڳواڻي ڪندڙ آفيسرن کي واڌايون ڏنيون. اڪبر بگٽيءَ کي پهرين سيپٽمبر 2006ع تي ديره بگٽي جي اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو. سندس ڪٽنب سندس تدفين ڪوئيٽا ۾ عوامي انداز سان ڪرڻ گهري پر حڪومت ان جي اجازت نه ڏني.

**اڪبر بگٽيءَ جو خاندان:** اڪبر بگٽي ٻه شاديون ڪيون. کيس سليم بگٽي، طلال بگٽي، ريحان بگٽي، جميل بگٽي، جمال بگٽي پٽ ٿيا، جن مان سليم ۽ طلال بگٽي موجوده وقت ۾ سياست ۾ سرگرم آهن.

**بگٽي بلوچ:** ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'محمود ديرو'، 'نارو ديرو'، 'روحل خان بگٽي'، 'ڀنگر'، 'ڇيڙ شيخ'، 'ڪمال خان بگٽي'، 'بلوچ خان مري'، 'گبرخان منگلاڻي'، 'جمن ٽگڙ' ۽ 'ڪوڏراڻي'.

**بُگٽي شر:** بگٽي شر ويڻل لڳ جهول، (اصل ديرو) تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ جو. وڏي ڳوٺ وارو سگهڙ ٿي گذريو آهي. سندس زباني 1951ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي موجودگيءَ ۾ سينگار جا ۽ ٻيا بيت قلمبند ڪيا ويا. 54-1953ع ڌاري 90 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

**بگدو:** هي ڊيهڪي نما تاري ساز آهي. جنهن جو آوازي ڪوڪو ڪدو يا ڪاٺ جو ٿئي؛ جنهن تي ڪل چڙهيل هوندي آهي. آوازي ڪوڪي ۾ ڏڳهي ڳني رکن، جنهن تي تار ڏڳهيريل هوندي آهي. هڪ قسم ۾ ٽلهي تار ڪدوءَ جي وچ کان چڪيل ۽ ٻار جهڙي شيخ شامل ڪيل ٿئي. ساز کي ڪڇ ۾ سوڳهو جهلي ٻاري وٽ ساڄي ٻانهن جي هٿ ۾ سوڳهو جهلي ۽ تار کي ڇڪجي، جنهن سان پون پون يا زون زون جهڙو متواتر آواز نڪرندو رهي ٿو.

**بُگرو:** تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديھ.

**بُگري:** پيدل سفر ۾ سيڏي سامان وغيره وجهڻ لاءِ ڳوٿري (جيڪا بغل ۾ ڪٺي هلجي). بغل ٿيلهي. هيءَ خاص قسم جي ڳوٿري اهڙيءَ طرح ٺهيل هوندي آهي، جيڪا ڪُلهي ۾ لٽڪائي ڇڏبي آهي. ان جا پاسا ڪليل هوندا آهن. تنهنڪري ان ۾ شيءِ شڪل آسانيءَ سان رکي سگهبي آهي. هيءَ ڳوٿري ڪپڙن مان ٺهندي آهي. عام طرح سيلاني فقير اِتي، اَن يا ڪاڏي جون ضروري شيون رکڻ لاءِ بُگري ڪم آڻيندا آهن.

**بُگري**[2]: هن نالي سان تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديھ ۽ ڍنڍ آهي، جيڪا نئين چور کان اُتر طرف موجود آهي. اصل ۾ هي 'دامن دريا' يا 'مهراڻ' درياءَ جي ٻيٽ جا نشان آهن. جيڪي ضلعي سانگهڙ کان وٺي ننگر تائين مسلسل ملن ٿا. بُگري ڍنڍ انهن مان هڪ آهي، جنهن جي پيٽ ۾ هن وقت پوڪ ٿيندي آهي.

**بگري ڍنڍ:** ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي هيءَ ڍنڍ پراڻي چور کان 3 ڪلوميٽر اتر طرف موجود هئي، جيڪا هاڻي بلڪل پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي ۽ هينئر فقط آثار ئي ان جي گواهي ڏيئي سگهن ٿا.

**بگڙو:** تترجو هڪ قسم، اچو تتر، گاھ جو هڪ قسم.

**بگڙيءَ جو سڏارو يا سَتي سيتا ٻائي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب تيجورام روچيرام شرما جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سناتن ڌرم سڀا، نول ڪشور اسٽيم پريس، لاهور مان، سال 1911ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بگڙيل ڪٽنب** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب جڳت آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن. جن جي قيمت 9 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، چندن پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپيو.

**بگل** (ڦوڪ جو ساز): هي پتل يا ٽامي جو ٿئي، هن مان ڪا ڌُن وغيره ڪانه نڪرندي آهي. صرف يڪو هڪ سرو آواز جنهن ۾ زيرو بم ٿئي. هن کي هڪ پاسي پرڪي واري ڦوڪ ڏبي آهي ته ٻئي پاسي توتاري مان نفيل يا سنک جهڙو آواز نڪرندو آهي. گهڻو ڪري هي ساز فوج ۾ اعلان طور ڪم اچي. هي ڊيگهه ۾ سوا فٽ ۽ ويڪر ۾ اڌ فوٽ ٿيندو آهي. وات واري جاءِ کان چوڪندو وڪڙ کائي ٿورو ڦوڪ واري جاءِ جي مخالف سمت ۾ بيهندو آهي. هن کي پونگي، پونگي، ٿرم، ڏو، تو ۽ ڪرنا جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو ٻاهرين ملڪن ۾ ڪن هنڌن تي هن کي لومڙ جي شڪار دوران ساسين کي تاهه ڏئي رٿيل پاسي ڊوڙائڻ لاءِ به ڪم آڻيندا آهن.

**بگُو:** تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديھ جو نالو

**بگو جروار، استاد:** فنڪار ۽ موسيقار، سندس اصل نالو محمد اسحاق پٽ گل محمد جروار آهي. سندس جنم 1954ع ڌاري ٽنڊي الهيار جي قديم ڳوٺ بيگن جروار ۾ ٿيو موسيقيءَ جي سکيا استاد ڏيوجي پڳت، استاد غفور مگڻهار ۽ ٻين کان ورتي. سنڌ اندر ٿيندڙ ڪيترن ئي ميلن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي. سنڌي ناچ جي به سٺي ڄاڻ اٿس. 1992ع ڌاري 'جاگيردار جو ظلم' جي نالي سان هڪ سنڌي فلم ۾ مُک اداڪار ۽ ڊائريڪٽر طور ڪم ڪيو اٿائين. 2004ع وارين بلدياتي چونڊن يونين ڪائونسل بيگن جروار جو ڪائونسلر منتخب ٿيو موسيقيءَ جي فن ۾ ڪيترائي شاگرد تيار ڪيا اٿس. هن وقت علائقي جي هڪ سماجي ڪارڪن طور ڪم پيو ڪري.

**بگو دڙو:** هن نالي سان لاڙڪاڻي ۽ نوشهري فيروز ضلعن ۾ جدا جدا ٻه ديهون موجود آهن: ضلعي ۽ تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديھ جو نالو جنهن ۾ 'خير محمد مستوئي' ڳوٺ شامل آهي،تعلقي موري ۾ هڪ ديھ، جنهن ۾ ٽي وڏا ڳوٺ شامل آهن. پهريون ڳوٺ 'بگو دڙو'؛ جنهن ۾ مير جت، پُنا، جويا، خاصخيلي، سومرا، سيٺر ۽ راڄپر رهندڙ آهن. ٻيو وڏو ڳوٺ 'فقير رسول بخش گاهي'، جتي ڳاها، سيٺر ۽ پُنا رهن ٿا. هي ڳوٺ ڪلهوڙن جي دور جو آهي. ٽيون ڳوٺ 'دين محمد راڄپر' آهي، جيڪو ڪافي آڳاٽو آهي.

**بگو دڙو ٺلهه:** هوڏي دور/ موهن جي دڙي واري دور جو هي ماڳ شهدادڪوٽ- قبو سعيد خان روڊ ۽ شهدادڪوٽ. ڦولڙو تعلقو ضلعو شهدادڪوٽ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 50 47 27 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 00 42 67 ڊگرين تي واقع آهي.

دڙو 360x255 فوٽ ماپ جو ڊيگهه ويڪر ۾ آهي، جڏهن ته مختلف هنڌن تي 30 کان 35 فوٽ اوچائيءَ تي آهي. هي ماڳ شهدادڪوٽ شهر کان 27 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه ۾ آهي. ٺلهه ڪافي زبون حال آهي. ٺلهه پيڙهه کان چوٽيءَ تائين 16 فوٽ اوچو ۽ گهيرو 6 . 18 فوٽ اٿس. هڪ پاسي 53 ٻار ۽ ٻئي پاسي 56 ٻار. باقي ڇٽي نٿو سگهجي ته ڪل اوچائي ڪيتري آهي. ٺلهه پڪين سرن جو ٺهيل آهي. اوساري گل سان ٿيل آهي. پيڙهه شايد ٻن طبقن جي گول هئي. هيٺين پيڙهه مٿين پيڙهه کان وڏي هئي. ٺلهه نليءَ (cylindrical) وانگر گول ٺهيل آهي. مٿيون حصو ڊهي پيو آهي. مٿيون حصو لنبيل آهي، پر هيٺيون حصو لنبيل نه آهي. هيٺيون حصو اصلي ۽ سنئو ٺهيل آهي جڏهن ته مٿيون حصو بعد ۾ يا ته مرامت ڪري ٺاهيو ويو آهي يا مرکو پوءِ جو ٺهيل آهي، جيڪو هيٺين حصي جهڙو نه آهي. هن ٺلهه ۾ استعمال ٿيل سرون 9-1/2x7x1-1/2 ۽ 12x8x1-3/4 انچن جون استعمال ٿيل آهن.

دڙي تان لڌل ٺڪر، ٽامي جا سڪا ۽ ٻيون وٿون ٻڌائين ٿيون ته دڙو هوڏي دور سان تعلق رکي ٿو.

**بگو ڏورو:** تعلقي ميرواهه جي هن ديھ ۾ ڪل ڏهه (10) ڳوٺ آباد آهن. جن ۾ 'شرف الدين'، 'فضل ڪُبر'، 'مَکُو ڪَبر'، 'ڪرولا'، 'پُتي'، 'گل حسن ڪبر'، 'فقير آباد'، 'محمد پڇل شنباني'، 'صدورو ويسر' ۽ 'جيئندو چاڪراڻي' شامل آهن.

**بگي:** ڇئن ڦيٿن واري وڏي گهوڙي گاڏي، جنهن کي عام طرح 'وڪٽوريا گاڏي' چوندا آهن. هيءَ گاڏي مهاراڻي وڪٽوريا جي دور ۾ انگريزن هتي آندي هئي، جنهن تي فقط انگريز آفيسر سواري ڪندا هئا. هن گاڏيءَ ۾ اڳي چار يا ٻه گهوڙا جوٽيا هئا، پر موٽر گاڏين جي اچڻ کان پوءِ اهي گاڏيون عام ماڻهن جي سواريءَ ۾ ڪم اچڻ لڳيون ۽ انهن ۾ هڪڙو گهوڙو ٻڌبو هو. انگريزن جي دور ۾ خاص موقعي تي،



سندن حڪومت جي اوائلي ڏينهن ۾ ملڪ جو سربراهه، گورنر يا ڪو ٻيو وڏي رتبي وارو ڪليل بگيءَ ۾ چڙهندو هو ۽ زميندار ۽ جاگيردار گهوڙن جي بدران پاڻ گاڏي ڇڪي، ڪيس منزل تائين پهچائيندا هئا. هن وقت به اهو رواج هلندو اچي. جڏهن ڪو به ٻاهريون غيرملڪي مهمان يا سربراهه اسان جي ملڪ جي سربراهه سان ملڻ ايندو آهي ته ڪيس وڪٽوريا گاڏيءَ ۾ ويهاري، صدارتي محل تائين پهچائيندو آهي. پر هن وقت وڪٽوريا گاڏيءَ ۾ ٻه يا چار گهوڙا جوٽيل هوندا آهن: يعني اهو آجيان ۽ استقبال جو رواج هلندو اچي. جڏهن ته سنڌ جي ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ هڪ گهوڙي سان جوٽيل ٻن ڦيٿن واري بگي اڄ به ڏسڻ ۾ ايندي. اُن بگيءَ کي ٿلهي ڪپڙي جي ڇُتي ڍڪيل هوندي آهي، اُن کي ڪي ماڻهو ٽانگو به چون ٿا. پر اصل بگيءَ ۾ چار ڦيٿا هوندا هئا.

**بَگِي ديهه:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ ٻه ڳوٺ آباد آهن. هڪڙو 'اسٽيشن حبيب ڪوٽ' ۽ ٻيو 'ڳوٺ ملڪ'. هن نالي سان ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه پڻ آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: 'امام بخش ساريو'، 'ابڙا ڳوٺ'، 'مگيانڻي'، 'ٻنڊي'، 'گلڻ واهڻ'، 'سرهيو ساريو'، 'بگي'، 'لال بخش شيخ'، 'حاجي مشوري'، 'ڊينگ'، 'گل محمد بروهي'، 'ڏيڏ'، 'مير بحر' ۽ 'رسول بخش ماڇي'.

**بگهاڙ- اوچتو بند:** ٺٽي ضلعي ۾ سنڌونديءَ جو هڪ بند. هي بند ڪافي پراڻو آهي. 1900ع ۾ هن جي چوڌاري پنج وڪڙيون ڏياريون ويون هيون. هيءَ بند بگهاڙ واهه جي پراڻي منهن کان شروع ٿئي ٿو ۽ گهوڙاٻاريءَ تائين ڊگهو آهي.

**بگهاڙ واهه:** ضلعي ٺٽي ۾ سنڌونديءَ جو هڪ قديم ڦاٽ. هن وقت ڪوٽڙي بئراج مان نڪتل وڏو واهه، جيڪو "بگهاڙ ڪلري فيڊر" جي نالي سان سڏجي ٿو ٺٽي ضلعي جو وڏو حصو هن واهه مان آباد ٿئي ٿو. ارغونن جي دؤر ۾ سنڌونديءَ جا ٽي مکيه وهڪرا هوندا هئا، جن مان هڪ بگهاڙ هو. ٻيا ٻه وهڪرا، ريڻ ۽ مهراڻ هئا. قديم مهراڻ واري وهڪري مان بگهاڙ واهه، هيلاين وٽان ڦٽندو هو ۽ پير پٺي جي درگاهه واري ٽڪريءَ جي اوپر وٽان ڦري، ساڪري ڏانهن رخ ڪندو هو جتان پوءِ لاهري (لاڙي) بندر وٽ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. ان وقت هن ڦاٽ مان حجامڙو ستاهه ۽ ٻيا ننڍا واهه نڪرندا هئا. جنرل هيگ جي لکت موجب، "بگهاڙ سنڌونديءَ جي هيٺئين حصي سان لاڳاپيل هڪ وڏيءَ ڊيگهه وارو ڦاٽ هو. هيءَ ڦاٽ ڪيترين ئي ڪارين، جهڙوڪ ريچل (Richal)، شيشا (Shisha)، پٽياڻي (Pitiani)، ڪُڏي (Kudi) ۽ ڦٽي/ پٽيءَ (Phiti) وسيلي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو هن جو گهڻو پاڻي "شيشا ڪاريءَ" ۾ ايندو هو" اصل ۾ هيءَ ڦاٽ مهراڻ جي پراڻي شاخ آهي. ڪئپٽن ڪارليس هن واهه کي "بگهاڙ درياهه" سڏيو آهي. 1758ع ۾ جڏهن درياءَ پنهنجو وهڪرو ڦيرائي، نصرپور بدران هالن وٽان وهڻ لڳو ته انهي تبديليءَ جو بگهاڙ شاخ تي وڏو اثر پيو ۽ اهو هڪ خاص واهه بنجي ويو ان وقت اهو واهه شاهبندر وٽان لنگهندو هو 1819ع واري زلزلي کان پوءِ هيءَ واهه شاهبندر وٽان به وهڪرو بدلائي، ٺٽي جي ويجهو وهڻ لڳو.

البيروني، "ڪتاب الهند" ۾ سنڌونديءَ جي ٻن مکيه ڇوڙ وارين شاخن جو ذڪر ڪيو آهي، هڪ "منهن صغريٰ" (ننڍو منهن) ۽ ٻيو ڳتي ڏکڻ- ايرندي طرف "منهن ڪبريٰ" (وڏو منهن). موجوده تحقيق موجب انهيءَ "ننڍي منهن" کي بگهاڙ تسليم ڪيو ويو آهي. تاريخن ۾ "ساڪري ناري" جو به ذڪر اچي ٿو جتان محمد بن قاسم نيرون ڪوٽ (نئن رنيڪوٽ) ڏانهن ويندي، پنهنجو جنگي سامان ٻيڙين وسيلي اڪاريو هو تحقيق موجب اهو ساڪرو نارو، قديم بگهاڙ ڦاٽ آهي. اهوئي ساڪري پرڳڻي مان وهندو رهيو آهي. ان وقت بگهاڙ ننڍڙو واهڙ هو جيڪو 300 سال پوءِ، 11 صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ ٻيو نمبر وڏو درياهه بڻيو بگهاڙ جو قديم پيٽ ميرپورساڪري تعلقي (ضلعي ٺٽي) ۾ نمايان طور موجود آهي، جيڪو هيٺ ميرپورساڪري ۽ ٻهارن جي شهر جي وچان اولهه طرف هلي، ٻهارن جي شهر کان اٽڪل ٽي چار ميل اولهه طرف ور ڪائي، ڏکڻ طرف وهندو سڌو وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. 1831ع ۾ جڏهن اليگزينڊر برنس سنڌو درياهه پار ڪيو تڏهن بگهاڙ واهه ٽن سالن کان سُڪل حالت ۾ هو. 1837ع ۾ بگهاڙ واهه بلڪل ويران ٿي ويو ان کان اڳ 1794ع ڌاري هيءُ واهه ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو هو جن مان هڪ حصو ستاهه واهه جو هو. ان وقت اهي ٻئي واهه (بگهاڙ ۽ ستاهه) جهاز رانيءَ جي قابل هئا ۽ وڏا غوراب انهن ۾ ترندا رهندا هئا. چون ٿا ته ان دؤر ۾ پير پٺو بگهاڙ واهه جو هڪ بندر هوندو هو. بگهاڙ واهه جو پڇڙيءَ وارو ڦاٽ، راهو (Raho) هو جنهن جي ڪنڌيءَ تي سنڌ جو قديم بندر، لاهري (لاڙي) آباد هوندو هو. 1954ع ۾، ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ کانپوءِ "بگهاڙ ڪلري فيڊر" جي نالي سان، جامشوري وٽان واهه کڊيو ويو آهي. بگهاڙ واهه جو منهن ڪينجهر ڍنڍ مان نڪرندو هو پر پوءِ اُن کي سڌو ڪوٽڙي، ملايو ويو آهي. هن واهه تي ٽانگا، وَن، غلام الله، ٻهارا ۽ ميرپورساڪري جا شهر آباد آهن. بگهاڙ واهه سنڌ جي لاڙ واري خطي، خاص ڪري ضلعي ٺٽي ۾ آبپاشيءَ جو مکيه وسيلو آهي.

**بگهڙ:** مشهور جهنگلي جانور، جنهن کي "گرگ" يا "ناهر" به چون. هيءَ گوشت کائيندڙ جانور آهي. هيءُ جانور سڄي دنيا ۾ ٿيندو آهي. بگهڙ عام



طرح ٽوليءَ ۾ رهندا آهن ۽ شڪار تي گڏجي حملو ڪندا آهن. هيءَ سيني جانورن مان تيز ڀوڙندڙ جانور آهي. هن جانور جو شمار، کير ڏيندڙ جهنگلي جانور ۾ ٿئي ٿو ڪُتو ۽ بگهڙ ساڳئي نسل جا به جانور آهن. هنن جون سڀ عادتون به گهڻو ڪري ساڳيون هونديون آهن. هيءُ گوشت خور جانورن ۾ سيني کان وڌيڪ موذي آهي. بگهڙ جي سراسري عمر 15 سال هوندي آهي. بگهڙ جي مادي 40 يا 63 ڏينهن کان پوءِ ٻچا ڄڻيندي آهي. هن وقت بگهڙ ايشيا، اتر آمريڪا ۽ يورپ جي اترين علائقن ۾ عام جام رهندڙ آهن. بگهڙ اڪيلو يا ننڍي خاندان سان رهڻ کي ترجيح ڏيندو آهي. پاڪستان ۾ هڪ سؤ سال اڳ بگهڙ گهڻا هوندا هئا ۽ ٽولو ڪري شڪار ڪندا هئا. ڍڳي، ٻڪري ۽ رڍ سندن پسنديده خوراڪ آهي. شڪار جي ڪُڪين تي حملو ڪندا آهن ۽ ڇَڪ سان ڪُڪ ڦاڙي وجهندا آهن. مسافر کي جهنگ ۾ رات پئجي وڃي ته جُتيون يا چمڙي جو سامان ڪُکن تي ٻڌي سمهندو آهي، انهيءَ اٽڪل سان بگهڙ جي حملي مان گهٽي جسماني نقصان کان بچي ويندو آهي. ڳوٺن جا شڪاري ڪتا به بعضي نسلي ڇڪَ جي ڪري ڀڄي وڃي بگهڙن جي ٽولي سان گڏبا هئا. سنڌ ۾ "ست- بگهياڙي" مشهور هوندي هئي، جنهن ۾ شڪاري ڪتا به شامل ٿي ويندا هئا ۽ هنن جي ٽولي ۾ گڏجي رهندا هئا. بگهڙ جو جسم هلڪي ناسي رنگ جو ٿئي ٿو سندس کن ننڍا ٿيندا آهن. بگهڙ جي جسم جي ڊيگهه اٽڪل هڪ ميٽر ۽ پڇ 43 سينٽي ميٽر ٿيندو آهي. سندس قد اٽڪل 65 سينٽي ميٽر ٿيندو آهي. بگهڙ کليل ميدانن ۽ ٻيلن ۾ رهندو آهي. هيءُ گهڻو ڪري خاموش رهندو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن هڪ عام ڪتي وانگر ڀونڪندو به آهي. بگهڙ، هر قسم جا ٽڪائتا جانور ۽ پکي شڪار ڪندو آهي. بک جي حالت ۾ ماڻهن تي به حملو ڪندو

آهي. ڍڳين ۽ مينهن وغيره جي ڏڻن تي ٻه يا ٽي بگھڙ گڏجي حملو ڪندا آهن. بگھڙ ننڍڙا ٻار پڻ کڻي ويندا آهن. هيءَ تمام هوشيار ۽ چالاڪ جانور آهي. اُن جي ماديءَ کي ڏهه ٽڻ ٿيندا آهن. بگھڙ شعاع کان ڊڄندو آهي، تنهنڪري هاري يا مسافر رات جو سفر ۾ منزل ڪندي، باهه ٻاري ويهندا يا سمهندا آهن. بگھڙ جي عادت اها آهي جو جنهن جُوءِ ۾ زيان ڪندو يعني ڇيلو ٻڪري يا ڳڏهه ماريندو، انهيءَ جُوءِ کان گهٽ ۾ گهٽ ٽي چار ڪوهه پري رهندو ۽ روزانو گس مٽيندو رهندو. بگھڙ طاقتور جانور آهي. وڏي ڇيلي يا ٻڪر کي هڪڙو بگھڙ هڪ پاسي ۽ ٻيو ٻئي پاسي کان وات وجهي ڇڪيندا ته ڇيلي کي اڌو اڌ ڪري، هڪڙو اڌ هڪڙو بگھڙ ۽ ٻيو اڌ ٻيو کڻي ويندو. جيڪو گوشت کائڻ کان وڌي ويندو اٿن، سو پوري ڇڏيندا آهن. بگھڙ جي رڙ کي "اوناڙ" چوندا آهن. بگھڙ جو شڪار اڪثر بندوق سان ڪندا آهن.

**بَگھياڙ**: ڪلمتي بلوچن جو هڪ قبيلو، جيڪي تعلقي ميرپورساڪري ۾ بگھاڙ ڦاٽ تي رهائش پذير هجڻ سبب، سندن پاڙو "بگھياڙ" سڏجڻ ۾ آيو.

**بگھياڙ ڦاٽ**: بگھياڙ ڦاٽ جنهن کي نالہ ساڪره (ساڪري وارو وهڪرو) سڏبو هو، اهو (هاڻوڪي ٺٽي ضلعي جي) ساڪري جي پرڳڻي مان وهندو هو. چچ نامي جي لکت موجب جڏهن محمد بن قاسم ديبل کي فتح ڪيو (1712ع) تڏهن پاڻ خشڪي رستي نيرون ڪوٽ ڏانهن وڌيو ۽ منجنيقون ۽ ٻيو جنگي سامان ٻيڙين ذريعي کڻي اچڻ جو حڪم ڏنائين. پوءِ اهي سامان واريون ٻيڙيون انهيءَ پاٽي واري رستي (بگھياڙ ڦاٽ) کان آنديائون.

**بگھياڙي/ بگھاڙي**: شڪار کي ڦاسائڻ لاءِ لوهي چمٽو جنهن تي پير اچڻ سان جانور جي ٽنگ ڦابوٽي ويندي آهي.

**بَلا**: هي لفظ عام طور ڪنهن آفت يا مصيبت جي معنيٰ ۾ به ڪم ايندو



آهي. ڪڏهن بيمارين وغيره لاءِ به استعمال ڪن ٿا. خاص معنيٰ ۾ 'بلا' ڪوبه نانگ (سواءِ ڪاريهر جي) آهي. سنڌ جا جوڳي "نانگ" ۽ "بلا" ۾ ائين فرق ڪندا آهن ته نانگ اهو جيڪو ڦڻ ڪڍي يعني Cobra آهي ۽ 'بلا' ان کانسواءِ ٻيا سمورا ريڙهيون پائيندڙ جانور آهن. انهيءَ لحاظ سان "لنڊي" بلا آهي ته "ڪَپَر" نانگ آهي. سڀ نانگ ۽ سڀ بلائون زهر واريون ڪين ٿين. نانگ ۽ بلائون گهٽ زهريليون به ٿين. سنڌ ۾ نانگن ۽ بلائن جي قسمن ۽ انهن جي زهر وارن اثرن ۽ عادتن بابت ماهر فقير محمد عرس ٻهراڻيءَ جو ڪتاب "نانگن جي دنيا" تحقيق جي لحاظ سان نهايت معياري ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن نانگن ۽ بلائن جي قسمن ۽ زهرن بابت قيمتي معلومات ڏني آهي. ڪجهه بلائن جا نالا هي آهن: 'پيئڻ بلا'، 'واڄر بلا'، 'سگريلا'، 'گھوڙيال بلا'، 'چوڙيل بلا'، 'اڙ بلا'، 'سرنگهه بلا'، 'هڻ ڪڻ'، 'ٻه مُنهين بلا'، 'ڪنياري ڪوراڙ'، 'سونهري ڪوراڙ'، 'لوهاري ڪوراڙ'، 'جهنڊر ڪوراڙ'، ڪوڏڻ ڪوراڙ'، ۽ 'ڪُرنڊ بلا' وغيره.

نانگ يا بلا جو زهر ڳهر آڻيندڙ ۽ تمام ڏڍو آهي؛ يڪدم رت جي جزن کي ماري ڇڏيندو آهي، جنهن ڪري نانگ يا بلا جو ڪکيل بيهوشيءَ ۾ ٿي مري ويندو آهي.

**بُلا**: بُلا هڪ ذات آهي. بُلا اصل ۾ جتوئي آهن. جن جي اڪثريت تعلقي پني عاقل کان علاوه سکر شڪارپور ۽ ٻين هنڌن تي آهي. مشهور شاعر تاج بلوچ، نوجوان آرڪيالاجسٽ عطاءُ المنعم بلو ابوبڪر بلو، عبدالمومن بلو، علم الدين بلوءِ ٻيا ڪيترائي علم ۽ ادب دوست هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

**بُلا**[2]: هن نالي سان ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ چهه ڳوٺ آباد آهن.

**بِلاذري**: اصل نالو احمد بن يحيىٰ بن جابر بن دائود البلاذري. وفات 297هه / 909ع. ٽين صدي هجريءَ جو هڪ نامور عرب مؤرخ ۽ ماهر النساب (نسب جي ڄاڻ رکندڙ)، خوشنويس ۽ شاعر هو جيڪو ٻي صدي هجريءَ جي آخر ۾ پيدا ٿيو. بغداد ۾ سندس پرورش ٿي ۽ شام، عراق ۽ مختلف شهرن ۾ حديثون بيان ڪيائين. خليفي متوڪل عباسيءَ ۽ مُستعين عباسيءَ جي دوستن ۾ شامل هو ۽ خليفي معتزل جي پٽ جو اُستاد به رهيو. فارسيءَ جي ڪن ڪتابن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. مستقل تصنيفن مان سندس ٻه ڪتاب قابل ذڪر آهن: هڪڙو "فتوح البلدان"، جنهن ۾ عربن جي ملڪي فتوحات جو ذڪر آهي. هيءُ ڪتاب ڇپجي چڪو آهي ۽ ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو به ٿيل آهي. ٻيو ڪتاب 'انساب الاشراف'. هيءُ عربن جي وڏي تاريخ آهي، جنهن ۾ انهن جي نسب يعني خاندانن جي لحاظ سان ذڪر ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب تاريخ اسلام جي بنيادي سرچشمن مان آهي. بلاذري روايت جي انتخاب ۾ نهايت خبردار هو انهيءَ ڪري سندس تصنيفون مستند سمجهيون وڃن ٿيون. هن سير و سياحت به ڪئي، وفات کان اڳ چريائپ جو شڪار ٿيو هو.

**بلاس خاني توڙي** (راڳڻي): هن راڳڻي کي بلاس خان پٽ تان سين ايجاد ڪيو. هي راڳڻي ڀيروي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. ڪٽي ڪٽي توڙي جو انگ ڏئي ٿي. رکب ۽ نکاد جي سنگت رهي ٿي. پنجم گهٽ لڳايو وڃي ٿو.

هن راڳڻي جي خاص تان سا- را نا- ڌا- نِا- سا- را- گا- ما گا را- سا- را نِا- ڌا- مِا- نِا ڌِا- سا- را نِا- سا- را — گا- ما گا را- را- سا آهي. هن جي آروهي: سارا گا را ما گا- پا ڌا نا- سا ۽ امروهي: سانا ڌا پا ڌا ما گا را- گا ما گا را سا آهي. جڏهن ته وادي سُر ڌيوت ۽ سموادي سُر گنڌار آهي.

(نوٽ: هن راڳڻيءَ جو راڳ ساگر جي ڀيروي ٺاٽ ۾ ڪو ذڪر نٿو ملي.)

**بلاغت الحسين** (ڪتاب): هيءُ امام حسين ع جي مجموعہ ڪلام ۽ خطبات جو نالو آهي. انهيءَ مجموعي ۾ قول (نصيحتون) شامل آهن. هيءُ ڪتاب عربي عبارت سان سولي سنڌي ترجمي ۾ اصغريہ پبليڪيشنز شايع ڪيو آهي. هن مجموعي ۾ اهي خطبا، خط ۽ قول شامل آهن، جن جو تعلق حضرت امام حسين عليہ السلام يا تحريڪ ڪربلا سان آهي. ڪتاب جي شروعات ۾ سنڌيڪا طرفان ان وقت جي حالتن جو پسمنظر "پيش لفظ" جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. بلاغت الحسين ۾ موجود خطبا، خط ۽ قول ان پيغام کي واضح ٿا ڪن ته حضرت امام حسين ع. راهه حق جي خاطر ۽ معاشري ۾ اسلام جي معطل ڪيل، انهن سيني سياسي، سماجي ۽ اقتصادي قانونن کي ٻيهر لاڳو ڪرڻ خاطر ڪربلا ۾ هر قسم جون قربانيون ڏئي مصيبتون برداشت ڪيائون.

**بِلاڪُ**: قالب، ڪارب، سِرِن وغيره ٺاهڻ جو سانچو زرعي زمين جو سورهن ايڪڙن وارو ٽڪ. انگريزي ٻوليءَ جي هن اصطلاح جو مفهوم اهوئي آهي.

**بلال رضي الله عنہ:** بلال رضي الله عنه اصحابي هو. سندس پورو نالو بلال بن رباح هو ۽ نسلاً حبشي هو. بلال رضي الله عنه 581ع ڌاري "سرائه" (مڪي شريف) ۾ ڄائو. اسلام جي شروعاتي دؤر ۾ مسلمان ٿيو. اميہ بن خلف وٽ غلام هو. حضرت ابوبڪر رضہ رقم ڏيئي کيس آزاد ڪرايو. بلال رضہ سدائين حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن سان گڏ هوندو هو ۽ سمورين جنگين ۾ شرڪت ڪيائين. جڏهن نماز ڪان اڳ ۾ اذان جو طريقو رائج ٿيو ته حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن حضرت بلال رضہ کي بانگو مقرر ڪيو. سندس آواز ۾ ڏاڍو درد سمايل هو. حضرت بلال رضہ الله عنہ غلاميءَ واري دؤر ۾ ڏاڍيون سختيون سٺيون: مٿس ظلم جي انتها ڪئي وئي، پر سدائين صبر جي واٽ تي هلندو رهيو ۽ ان جو نتيجو اهو مليس، جو ڪيس پهرئين بانگي جو اعزاز نصيب ٿيو. حضرت بلال رضي الله عنہ 60 ورهين جي ڄمار ۾ 641ع ڌاري دمشق شهر ۾ وفات ڪئي.

**بلال شاهہ:** سيد بلال شاهہ، شاهہ شريف جو پٽ ۽ شاهہ عنات رضويءَ جو پوٽو هو. اندازاً 1075هہ/ 1664ع ڌاري ڄائو. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ وفات ڪيائين. پنهنجي ڏاڏي ۽ والد جي تربيت ۾ اعليٰ شاعر ٿي ساماڻو. سندس شاعريءَ تي سندس ڏاڏي ۽ والد جو رنگ رچيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون نموني طور ڇپيل آهن.

**بلاول** (راڳ): شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ هڪ سُر جنهن ۾ پنهنجي نفس سان جنگ، تفصيلي طور ابڙي سمي جي جنگ جو مضمون ۽ سمن قبيلن جي سماج جي اڳاٽي دور واري ماحول جا ڪي اهڃاڻ سمايل آهن. ان اوائلي دور ۾ جدا جدا قبيلن جي سربراهن پنهنجي پنهنجي نالي ناموس لاءِ پِنَن ۽ چارڻن، منگتن ۽ مڱڻهارن کي انعام ڏيڻ ۽ نوازڻ جي رسم وڌي. هر سربراهہ پنهنجي پڄنديءَ آهر گهڻي ۾ گهڻي ڏاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن منگتا ٻين کان وڌيڪ سندن ساراهہ ڪن ۽ سندن ثنا ڳائين. انعام جي آسري تي ڪامائو منگتن ۽ چارڻن پيشہ ورانہ ساراهون جوڙيون، جيڪي هو سوير اسر ويل اُٿي ڏاڻ ڏيندڙن جي ڏهلين ۽ ڏيڍين، درن ۽ ڪوٽن تي بيهي ڳائڻ لڳا. اهڙيون پيشہ ورانہ رسمي ساراهون، جن ۾ سردارن کي چارڻن ڳائڻ ۾ سُيون تي ڏنيون، تن ساراهن ۽ سُرن کي "سيراج"، "جُهار" يا "وِهاڳ" سڏيو ويو. اهي سربراهہ جن کي منگتن سُيُون ڏنيون ۽ جُهاريو تن مان هن سر ۾ سمي، اوڍر، مُهُڙ، راهوءَ، ڪَرِٽ، هوٿيا ۽ جادم جکري جا نالا آيا آهن. اهي سڀ قبائلي سربراهہ سنڌ جي اڳاٽي دور، يعني اندازاً 8 صدي عيسويءَ کان پوءِ سنڌ ۾ سمن جي حڪومت (14 صدي عيسوي) کان اڳ ٿي گذريا. البت جن شخصيتن جا نالا آڳاٽن عوامي افسانن ۽ ڳاهن ذريعي، يا بعد ۾ اعليٰ سنڌي شاعريءَ جي بيتن ذريعي معلوم ٿيا آهن، تن جي صحيح سڃاڻپ ڪرڻ مشڪل آهي. اهي نالا جيڪي هن سُر جي بيتن ۾ آيا آهن، تن جون پيڙهيون سمن جي نسب نامي جي ٻن روايتن مطابق هن طرح آهن: جادم ولد سام، جنهن جي پٽ هَسپت جو اولاد سنڌ جا سما آهن. اوڍَر يا اوڍار پٽ نوتيار پٽ نيت، جيڪو هسپت جي اولاد مان هو سمو (وڏو) پٽ لاکو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڍ پٽ اوڍار. هيٺ سندس پيڙهيءَ مان سمو (ننڍو) ٿيو جنهن جو اولاد سميجا ٿيا. جکرو پٽ سمو (وڏو) جيڪو مٿان جادم جي اولاد مان هو ۽ انهيءَ ڪري ساراهہ ۾، آڏ وڏائيءَ طور کيس "جادم جکرو" (=جادما جکرو= جادم هان جکرو) سڏيو ويو پيءَ جي نالي سان کيس "سمو" سڏيو ويو ۽ پڻ کيس "اوڍر" چئي ساراهيو ويو. ٻيءَ روايت موجب جکرو (سندس گادي "ڪاري ڪچي ۾") پٽ ابڙو پٽ راهو پٽ اوڍ پٽ اوڍار.

جکرو پٽ اوڍ: هيءَ جکرو پوءِ ٿيو عام مشهور روايت موجب هو "هوٿل پريءَ مان ڄام اوڍ جو پٽ هو سندس پيڙهي هن طرح آهي ته ڄام جکرو پٽ ڄام اوڍ پٽ مناهي پٽ اوڍ پٽ اوڄار پٽ نيت پٽ نوتيار. مُهُڙ (گادي ڪنٽ ڪوٽ، ڪڇ ۾) پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ ابڙو پٽ راهو اوڍ پٽ اوڄار. سنبت 955 ۾ مُهُڙ ۽ سندس پاءُ مناهي سنڌ مان اچي ڪڇ ۾ حڪمران ٿيا. ٻيءَ راويت موجب مهڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار. ابڙو پٽ راڏڻ پٽ ڪاکو پٽ سمو وڏو. ڪَرِن پٽ لاکو پٽ جکرو پٽ ٻَٽڙ پٽ جاڙو (جنهن مان جاڙيجا ٿيا).

**بلاول**[2]: راڳ جي اصطلاح ۾ هڪ ٺاٺ ۽ راڳڻيءَ جو نالو بلاول آهي. هيءَ بلاول ٺاٺ جو سمپورڻ راڳ آهي. هن ۾ ڪرج يا ڌيوت ڪي وادي سُر مڃين ٿا ۽ پنچم يا رکب کي سموادي. هن جي آروهيءَ ۾ مَڌم سُر ڪمزور رهندو آهي ۽ امروهيءَ ۾ گنڌار تي زور نہ ڏيندا آهن. هن ۾ نڪاد جو سُر اڪثر وڪر لڳايو ويندو آهي، يعني ڌيوت کان پوءِ نڪاد کي ڇڏي سڌو ڪرج ڏانهن وڃندا آهن. هن راڳ جو زور اُترانگ يعني مٿين سُرن ۾ رهندو آهي ۽ امروهيءَ ۾ هن جي شڪل ظاهر ٿيندي آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت صبح آهي ۽ هن کي "صبح جو ڪلياڻ" بہ چوندا آهن. بلاول جا گهڻائي قسم آهن.

بلاول ٺاٺ: هن کي شنڪره پرن ميل بہ چوندا آهن. هن جا سڀ سر شڌ آهن.

سا ري گا ما پا ڌي ني سا

ٺاٺ جون راڳڻيون: بلاول- بهاڳ- پاگرا- ديسڪار- پهاڙي- ڪوڪب- شنڪرا- نٽ- مانڊ- سر پروا- الَيا- گُن ڪلي- شڪل- نٽ بلاولي- هنس ڌن- لڇا ساک- هيم- دُرگا- نوروچڪا ملوها ڪيدار- ديوگري- جلڌر ڪيدار ۽ پٽ منجري.

**بلاول انسٽيٽيوٽ:** هي تحقيقي ادارو 1995ع ۾ سنڌ اسيمبلي جي هڪ بل تحت وجود ۾ آيو آهي، جنهن جو بنيادي ڪم سنڌ جي تاريخي، ثقافتي ۽ ڏيهي ماڳن ۽ موضوعن تي کوجنا ڪرڻ آهي. ادارو جو هيڊ ڪوارٽر نوابشاهہ ۾ آهي. انسٽيٽيوٽ جي جوڙ جڪ مطابق ان جو چيئرمين سنڌ جو وڏو وزير هوندو آهي. اداري جو ڊائريڪٽر جنرل ڊاڪٽر لائق زرداري آهي، جڏهن تہ بورڊ جي ميمبرن جو تعداد ڏهہ آهي. هي ادارو في الحال انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ ڇهہ ماهي تحقيقي جرنل شايع ڪري رهيو آهي.جنهن ۾ سنڌ جي موضوعن تي کوجنائي مضمون شامل آهن. بلاول انسٽيٽيوٽ جو مقصد مختلف تاريخدانن ۽ محققن کان مختلف پراجيڪٽن تي ڪم وٺڻ آهي.

**بلاول اوٺو:** بلاول اوٺو تعلقي مٺيءَ جي ڳوٺ "خانور اوٺا" ۾ 20 ڊسمبر 1945ع تي ڄائو. سندس پيءُ جو نالو مانيٽو ۽ ذات اوٺو آهي. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. مٺيءَ مان فائنل پاس ڪرڻ بعد، 1966ع ۾ مٺي هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين 1960ع کان 1963ع تائين درزڪو ڪم ڪيائين. 23 جنوري 1946ع تي پرائمري ماسٽر مقرر ٿيو ۽ 19 ڊسمبر 2005ع تي رٽائر ڪيائين. بلاول شاعريءَ جي شروعات، 1970ع ڌاري ڪئي. سندس ڪلام جو هڪ مجموعو "ٿوهر منهنجو من" ڇپيل آهي، جنهن ۾ '30' ڪن بندن تي مشتمل



ٿر امر نالي سان هڪ ڊگهو نظم موجود آهي، جيڪو ٿر ۽ اتي جي زندگيءَ جو هوبهو عڪس آهي. سندس ٻيو ڪيترو ئي ڪلام اڻ ڇپيل آهي، ان مان هڪ مجموعو "ڪارونجهر تي آءٌ اڪيلي" عنوان سان ترتيب ڏنل آهي. سندس

ڪيترو ڪلام سنڌ جي ڳائڻن ڳايو آهي، خاص ڪري فوزيہ سومرو هن ڪي ڳائي، سنڌ ۾ مقبول بنايو. ڪيس سخي ادبي ڪاميٽي، ٽنڊي جان محمد، ٻاران 16 اپريل 1992ع تي "ٻراڻ" اوارڊ، پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن، حيدرآباد طرفان 15 ڊسمبر 1993ع تي بهترين شاعر، مڃتا سرٽيفڪيٽ، 2004ع ۾ فوزيہ سومرو اوارڊ، 2005ع ۾ ماروئڙا ڪوآرڊينيشن ڪائونسل مٺيءَ پاران ٿرپارڪر اوارڊ مليو. هي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر پڻ رهي چڪو آهي. هن ريڊيو پاڪستان مٺيءَ تي "ڏاڏي جو ڪردار" نالي اوطاق ڪچهري 21 سيپٽمبر 2005ع کان شروع ڪيائين، اڄ ڏينهن تائين اهو پروگرام ڪندو رهي ٿو. هي ناميارو شاعر مائيٽي اوٺي جو چاچو آهي ۽ هن وقت ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ خانور اوٺا ۾ رهائش پذير آهي.

**بلاول بيلجم:** هيءُ سنڌ جو ناميارو سنگيتڪار ٿي گذريو آهي. ۾ سندس مشهوري 'بينجي' ساز وڄائڻ ڪري ٿي. هيءُ ساز سندس سڃاڻپ بنجي ويو ۽ عرف عام ۾ 'بلاول بينجو نواز' سڏجڻ لڳو. هن ساز وسيلي تمام گهڻن فنڪارن سان سنگت ڪئي. سنڌ جي ناميارِي زميندار، اديب ۽ آرٽ جي قدردان، رئيس ڪريم بخش خان نظامانيءَ پنهنجي آتم ڪهاڻي "ڪيئي ڪتاب" ۾ بلاول بيلجم کي خراج تحسين پيش ڪندي لکيو آهي ته: "هن جاپاني رانديڪي 'بينجي' کي هڪ اهم ساز بنائي ڇڏيو" بلاول بيلجم ريڊيو پاڪستان حيدرآباد سان هڪ وڏي عرصي تائين لاڳاپيل رهيو. هن ريڊيو ڪراچيءَ تان پڻ ڪيترن ئي پروگرامن ۾ حصو ورتو. هن هڪ سنڌي فلم جو سنگيت به ڏنو آهي.



بلاول بيلجم 1918ع ۾ مڪران جي بونا شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جمعو خان بلوچ، حمال (بار کڻڻ وارو) هو. هي "ڪورنگ" نالي بلوچي ساز جو ماهر هو. سندس والده مائي ماڳي سا به راڳ جي ماهر هئي. ڪوئيٽا جي ريڊيو اسٽيشن تان سندس ڳايل بلوچي نغما ايترا ته مقبول ٿيا جو ڪيس بلوچ سردارن "بلوچي ملڪ ترنم" جو لقب ڏنو. محمد بلاول بيلجم ڪيئن مشهور ٿيو؟ پاڻ ٻڌائيائين ته، "سائين تقي شاهه جي درگاهه ۾ رياض پئي ڪيم ته ٻڌڻ وارن هڪ بيساخته ائين چئي ڏنو ته تون بينجي جو بيلجم آهين. اتان کان آءٌ بلاول بيلجم جي نالي سان مشهور ٿيس." بلاول فٽبال جو وڏو ڪيڏاڙي هو. هو "نيگرو فٽبال ٽيم" جو ڪئپٽن هو. ڪراچي ۾ هن موسيقيءَ ۽ فٽبال جي گڏيل ڪلب جو بنياد وڌو. "بلاول بيلجم ميوزڪ اينڊ فٽبال ڪلب" ڪيترائي شاگرد پيدا ڪيا.

**بلاول ڀٽو زرداري:** بلاول ڀٽو زرداري، 21 سيپٽمبر 1988ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هو اڳوڻي وزيراعظم شهيد محترمه بينظير ڀٽو ۽ صدر آصف علي زرداريءَ جو موهيو پٽ ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو ڏهٽو آهي. هن شروعاتي تعليم ڪراچي گرامر اسڪول مان حاصل ڪئي. سندس امڙ بينظير ڀٽو جڏهن ٻيو ڀيرو وزيراعظم ٿي ته بلاول، فروبيلس انٽرنيشنل اسڪول اسلام آباد ۾ داخل ٿيو. صدر فاروق لغاري جڏهن محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت کي برطرف ڪيو ۽ مٿس مختلف ڪيس مڙهيا ويا ۽ سندس ور آصف زرداريءَ



کي گرفتار ڪيو ويو ته انهن حڪومتي ڪارروايُن سندس والده کي ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ڪري وڌو ۽ هوءَ بلاول ۽ پنهنجي ٻن ڌيئرن کي ساڻ ڪري دبئي هلي وئي. بلاول راشد اسڪول فار بوائز دبئيءَ ۾ پڙهيس جتي هو شاگرد يونين جو نائب صدر چونڊيو ويو. هن وقت هو آڪسفورڊ يونيورسٽي جي ڪرائسٽ چرچ ڪاليج جو شاگرد آهي. هيءَ اها ئي يونيورسٽي آهي، جتي سندس امڙ ۽ نانو به شاگرد رهيا هئا.

بينظير ڀٽو جي شهادت بلاول لاءِ وڏي صدمي جي برابر هئي. ڇو ته جڏهن هُو اڃا ٻار هو تڏهن کان ئي سندس والد آصف علي زرداري مسلسل جيل ۾ رهيو ۽ پيءُ جي شفقت کان محروم رهيو ۽ اهڙي وقت ۾ اها سندس والده ئي هئي، جنهن کيس ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي جو پيار ڏنو.

بلاول کي محترمه بينظير ڀٽو جي تيجهي، 30 ڊسمبر 2007 تي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو حالانڪ بينظير ڀٽو پنهنجي وصيت ۾ آصف علي زرداريءَ کي پارٽيءَ جو چيئرمئن بڻائڻ لاءِ لکيو هو پر هن پاڻ کي شريڪ چيئرمئن بڻايو ۽ بلاول کي چيئرمئن. ايڏي ننڍيءَ عمر ۾ سندس وڏيءَ سياسي جماعت جي سربراهه طور مقرري دنيا جي تاريخ جو پهريون واقعو آهي. انهيءَ سان گڏ بلاول جي سڃاڻپ ۾ هڪ ٻي تبديلي به آئي. آصف علي زرداريءَ پريس ڪانفرنس ۾ اعلان ڪيو ته بلاول اڄ کان پاڻ کي 'بلاول ڀٽو زرداري' سڏائيندو ۽ لکندو.

بلاول ڀٽو زرداري پارٽيءَ جي واڳ سنڀالڻ کان اڳ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ گهري ٿو. بلاول ڀٽو پنهنجي شهيد والده جي تدفين ۽ بعد ۾ والد جي صدر طور قسم کڻڻ واري تقريب ۾ شرڪت لاءِ خصوصي طور پاڪستان آيو هو. بلاول انگريزي، اردو ۽ عربي ڳالهائي سگهندو آهي. هو تائيڪوانڊو جو بليڪ بيلٽ، گهوڙي سواريءَ ۽ ڪرڪيٽ جو شوقين آهي.

بينظير ڀٽو جي هڪ ساهيڙي وڪٽوريا فيلڊ جو چوڻ آهي ته بلاول جي ماءُ سان ڏاڍي پريت هئي ۽ هو ماءُ جو فرمانبردار پٽ هو.

2008ع ۾ ڊئل هڪ انٽرويو ۾ سياست ۾ اچڻ بابت بلاول ڀٽي چيو هو ته "في الحال ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي، وقت اچڻ تي ڏسنداسين. آءٌ پاڪستان جي ماڻهن جي مدد ڪرڻ چاهيندس پر اهو فيصلو تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ڪندس". پر وقت ۽ حالتن مٿس وقت کان اڳ اهو فيصلو مڙهي ڇڏيو ۽ کيس سياست ۾ اچڻو پيو آهي.

**بلاول پرديسي:** سنڌ جي ناليواري استاد ۽ شاعر بلاول پرديسيءَ جو اصل نالو محمد بلاول ولد محمد يعقوب، ذات وڳهامل هو. هن ڳوٺ ڪاٺوٽ، تعلقي هالا ۾ 29 مارچ 1931ع تي جنم ورتو. پهرين پرائمري استاد ٿيو. پر پوءِ پنهنجي علمي لياقت ايم. اي تائين وڌائڻ بعد، ليڪچرر، پروفيسر ۽ پرنسپال ٿيو. هي سچل سرمست آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج تلڪ چاڙهي، حيدرآباد ۾ وڏي عرصي تائين پرنسپال رهيو. پنهنجي دور جو هڪ سٺو شاعر ۽ نثرنگار ٿي گذريو آهي. هن جا ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ڪيترائي گيت، غزل ۽ ڪلام سنڌ جي نامور فنڪارن ڳايا آهن، جن ۾ استاد محمد يوسف اهم آهي، جنهن سندس ڪلام سنڌ جي ڪيترين فلمن لاءِ ڳاتا هئا. بلاول پرديسيءَ جا

فلمي گيت توڙي گيتن ڀريون ڪهاڻيون ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿي مقبوليت ماڻي چڪيون آهن. شاعريءَ توڙي نثر ۾ سندس تصنيفون هن ريت آهن: (1) 'دلسوز ڪافيون' (شاعري 1956ع)، (2) 'ڪليات پرديسي'، (3) 'ٻڪار' (شاعري)، (3) 'سوني صندوق' (ٻاراڻو ادب: 1956ع)، (5) 'زندگي ۽ حادثا' (افسانا-1969ع)، (6) 'جادوءَ جو گلاب' (ٻاراڻو ادب)، (7) 'رهبر دوستي' (مضمونن جو مجموعو)، (8) 'سچل جي شاعري' (9) 'جماليات'.

بلاول پرديسي 23 ڊسمبر 1999ع تي دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو.

**بلاول پور:** تعلقي سيوهڻ ۾ (تلتيءَ جي پرسان) هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**بلاول پور بندر:** هيءُ سنڌو درياهه جو حسين بندر، دادوءَ ضلعي جي هڪ ننڍڙي ۽ سهڻي ڳوٺ بلاول پور وٽ، سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي هو. هيءُ ننڍو شهر هوندو هو پر تڏهن به واپاري شهر هو. هتي جا هندو واپاري حيدرآبادي عاملن جو اولاد هئا. هن بندر جو مال شاهه بندر ۽ گهوڙاٻاريءَ تائين ڪونتلن (ٻيڙين جو قسم) تي ڪنيو ويندو هو پر هن شهر جو وڌيڪ واپار ٻيڙين رستي حيدرآباد سان گهڻو ٿيندو هو. بلاول پور جو خطو زرعي خطو هو. هتان اناج، تيلي ٻج، چڻا، مٽر، مڱ ۽ رانهان (چونرا) ڪافي انداز ۾ حيدرآباد ويندا هئا. بلاول پور جا ملاح ٻيڙيون ٺاهڻ جا وڏا ڪاريگر هوندا هئا. جيڪي سومرن جي دور ۾ تمام گهڻن بندرن تي وڃي ٻيڙيون ٺاهيندا هئا. انهن ڪاريگرن مان عبدالله واڍو تمام ذهين ۽ هوشيار ڪاريگر هوندو هو. ٻيڙيون هر قسم جون ٺهنديون هيون: ڪونتل ٻيڙي، بتيلو، دنگي، ڪتار، هڙهيو، گاليو ۽ ڊونڊي وغيره. انهن ڪاريگرن جو بنياد اڄ به بلاول پور ۾ موجود آهي. جيستائين بلاول پور، درياهه جي ڪپ تي هو تيستائين بندر جي حيثيت سان قائم هو پر درياهه هن بندر کي ڇڏي ويو ته پوءِ رڳو پتڻ وڃي رهيو سوبه هاڻي ڪيترن سالن کان آمد ورفت جي سهوليت نه هئڻ ڪري بند آهي. بلاول پور شهر جي پرسان پراڻي دور جي وڏي ڍنڍ آهي، جنهن جو سلسلو اڄاتائين درياهه سان ڳنڍيل آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي ۽ سٺي ٿيندي آهي.

**بلاولپور ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلع ڄامشورو جي تعلقي سيوهڻ ۾ ڳوٺ بلاول ويجهو آهي. هن ڍنڍ تي نالو به ڳوٺ بلاول تان پيو آهي. جيڪو هڪ قديمي تاريخي شهر آهي ۽ ڪنهن دور ۾ سنڌوءَ جو مشهور بند رهيو چيو وڃي ٿو ته هتان جا ٻيڙيون ٺاهيندڙ ڪاريگر سڄي سنڌ ۾ مشهور هئا. هن ڍنڍ ۾ جهجهي مڇي ۽ پکي مري ٿو

**بلاول شاهه حسيني:** سيد بلاول شاهه ولد سيد بچل شاهه حسيني 1925ع ڌاري لطيف سائينءَ جي نگريءَ، ڀٽ شاهه ۾ ڄائو ابتدائي تعليم ۽ تربيت والد جي نگرانيءَ هيٺ ٿيس. پاڻ سنوسماج سڌارڪ ۽ علم دوست انسان هو ڀٽ شاهه مڊل اسڪول جي قيام ۽ واڌاري ۾ ٻين معززين سان گڏجي تعميري ڪردار ادا ڪيائين سنڌي ثقافت، خاص ڪري ميلن ملاکڙن جي پروگرامن جو روح روان هوندو هو سندس اوطاق هميشه وسيل رهندي هئي. 25 آگسٽ 1979ع تي، ذيابيطس جي مرض سبب ڄامشوري اسپتال ۾ وفات ڪيائين.

**بلاول فائونڊيشن، نوابشاهه:** هيءَ هڪ غيرسرڪاري ۽ غيرسياسي تنظيم آهي، جيڪا 3 سيپٽمبر 1995ع تي وجود ۾ آئي. ان جا مددگار انسان ذات جي خدمت ۽ معاشري جي ترقيءَ جو جذبو رکندڙ مخير حضرات آهن. تنظيم کي ستن ميمبرن جو بورڊ هلائي ٿو تنظيم جو مقصد انسان ذات جي ڀلائيءَ جا ڊگهي عرصي وارا اهڙا پروگرام آهن، جيڪي مسئلن جي پاڙ تائين پهچي، انهن جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري سگهن. ان ڏس ۾ هيل تائين تنظيم طرفان کنيل قدمن جو جائزو هن ريت آهي: (i) ٻهراڙيءَ جي آبادگارن کي زرعي ضرورتن، جهڙوڪ ٻج ۽ ڀاڻ وغيره خريد ڪرڻ ۾ مدد ڏني وئي آهي. (ii) غريب بيروزگار ماڻهن کي مالي مدد قرض جي صورت ۾ ڪئي وئي آهي. (iii) تعليم جي مَدَ ۾ مدد ڪئي وئي آهي. (iv) صحت جي مد ۾ ڪافي مدد ڏني وئي آهي. (v) يونيسيف اداري جي مدد سان 39 ڳوٺن ۾ ڪاڪوس خانا تعمير ڪرڻ ۾ مدد ڪئي وئي. (vi) 22 ۽ 23 سيپٽمبر 1995ع تي معذور ماڻهن جي علاج لاءِ نوابشاهه ۾ فري ڪئمپ لڳرائي ڪل 563 مريضن جو علاج ملڪي ۽ غيرملڪي ماهر ڊاڪٽرن کان ڪرايو ويو (vii) نوجوانن کي مختلف شعبن ۾ ٽريننگ ڏني وڃي ٿي. جهڙوڪ: ماحول کي آلودگيءَ کان بچائڻ لاءِ صفائي ۽ سٺائي رکڻ، پاڻ جا فائدا ٻڌائڻ ۽ منشيات جي لعنت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ وغيره. (viii) تنظيم طرفان نوابشاهه ۾ انگريزي سيکارڻ جو سينٽر شام جي وقت ۾ هلندڙ آهي. (ix) هڪ پبلڪ اسڪول ۽ هڪ سائنس ڪاليج پڻ ڪم ڪري رهيا آهن. ان کان سواءِ ڪجهه پراجيڪٽ اڏ ۾ رهيل آهن، جن ۾ ڪميونٽي اسڪول، معذورن جي صحتيابيءَ لاءِ اسپتال، موبائيل اسپتال ۽ ٽي. بيءَ جي مريضن جو سينٽر وغيره اچي وڃن ٿا.

**بلاول فقير زرداري:** بلاول فقير 1705ع ۾ ڄائو هيءُ سنڌ جو درويش صفت ماڻهو هو بلاول، شهزادي ميان مراديات ۽ ميان غلام شاهه سان گڏ رهيو ۽ ميان غلام شاهه جو خاص صلاحڪار به ٿي رهيو. سندس وفات 1754ع ۾ ٿي. بلاول فقير جو مقبرو نوابشاهه کان ٽن ڪوهن تي، اتر طرف دوڙ روڊ کان هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهي، جيڪو هاڻي "بالو فقير جي قبي" جي نالي سان مشهور آهي. هن بزرگ جي نالي تي نواب شاهه ۾ بلاول انسٽيٽيوٽ آف ڪلچر اينڊ هسٽري قائم ڪيو ويو آهي.

**بلاول فقير نائچ:** بلاول فقير ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي اميرن مان هو. جڏهن نادرشاهه جي سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ سال 1140هه/ 1727ع ۾ ڏاراجا جي راڄي جي اشاري سان جبل جي ماڻهن فساد ڪيو ۽ ٺٽي تي ڪاهي آيا، تڏهن ٺٽي جو حاڪم، ميان نورمحمد جي پاران مسو فقير هو. تنهن کي برطرف ڪري ميان بلاول فقير نائچ کي ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو.

**بلاولي:** ضلعي مٽياري جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'سعيد خان لغاري'، 'قابل سهتو'، 'حاجاڻا'، 'ڳوٺ ماڇي'، 'جيئندل شاهه'، 'جي. ايم. سيد ڪالوني'، 'وڪيو ماڇي'، 'ڳنڀير راڄڙ'، 'پير بلاولي'، 'ماستر محمد موسيٰ ڳنڀير'، 'ماستر رانجهو لغاري' ۽ 'ونهيل پاٽوٺ'. هن ديهه ۾ مخدوم بلاوليءَ جو مقبرو آهي.

**بلاولي تحريڪ:** مخدوم بلاول شهيد، محب وطن، انسان دوست، هڪ وڏو بهادر انسان ٿي گذريو آهي (وڌيڪ ڏسو: مخدوم بلاول). سمن جي دور ۾، ڌارئين حملي آور حاڪم شاهه بيگ ارغون ۽ ساٿين جي خلاف سنڌ جي محب وطن حاڪم ڄام نظام الدين سمي سنڌ جي عوام سان گڏجي پنهنجي وطن جي آزاديءَ لاءِ مزاحمتي جنگ شروع ڪري ڏني، جنهن جي اڳواڻي مخدوم بلاول جهڙي جوڌي ۽ عالم شخص ڪئي هئي. شاهه بيگ ارغون ڏٺو ته جيڪڏهن هن ملڪ جي وڏي عالم ۽ ولي الله مخدوم بلاول کي تڪڙو گرفتار ڪري مارائبو ته سنڌ ۾ عوامي غصو ۽ تحريڪ باهه ٻاري ڇڏيندي. ان ڪري هن هڪ سازش ذريعي ويڪائو ۽ درباري مُلن کان مخدوم بلاول جي خلاف فتوا ڪڍرائي. ڪيس لوهي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪري ڇڏيو.

مخدوم بلاول جي شهادت ڪانپوءِ سندس ساٿين، خليفن، صوفين سگهڙن ۽ سنڌ جي بهادر عوام تي مصيبتن جا پهاڙ ڪيرايا ويا، پر سنڌ جي

محب وطن بزرگن ۽ عوام ڏهڻ ۽ شڪست قبولڻ بدران پنهنجي جدوجهد کي تيز ڪري ڇڏيو. انهن ڏاڍين ظالم حڪمرانن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو تسلط ۽ حڪومت اٽڪل پوڻا 200 ورهيه رهي، پر سندن حڪومت جي هر ڏينهن، هن امن پسند سرزمين تي تشدد جي بازار گرم رهي ۽ سندن ظلمن سان سنڌ جون تاريخون پريون پيون آهن. ارغونن جي قبضي کي ان وقت جي شاعرن "خرابيءِ سنڌ" سان تعبير ڪيو هو. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي پوڻن ٻن سئو ورهين واري دور ۾ سنڌين کي صفحهٔ هستيءَ تان ميٽائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي. مخدوم بلاول جي حريت پسند سائين ۽ خليفن وڏيءَ همت ۽ دليريءَ سان اِن بربريت جي دور ۾ سنڌ جي عوام جو ساٿ ڏنو ۽ "بلاولي تحريڪ" جي جهنڊي هيٺ وطن جي سلامتيءَ جي جنگ جاري رکي. اهڙن مکيه ماڻهن ۾ سيد حيدر شاهه سنائي، مخدوم ساهڙ لنجار، مخدوم ميان منو عرف رڪن الدين ٺٽوي، مخدوم عثمان هنگورو گچيرائي، مخدوم سعد عرف ملان ساند بلاولي، مخدوم حسن لاکو عرف مخدوم بلاولي پاٽوني، بيبي راڻي رُونجهي (محرابپور واري) ۽ مخدوم سخي چام ڏاتار شامل هئا. هن تحريڪ دوران ارغونن جي حامي سيد ميران محمد جونپوريءَ کي سيد حيدرشاهه سنائيءَ، موجوده سن شهر وٽ 15 جنوري 1443ع ۾ "درياهي جنگ" ۾ شڪست ڏني ۽ کيس افغانستان ڀڄي وڃڻ تي مجبور ڪيو. بلاولي تحريڪ صرف سمن جي دور تائين محدود نه رهي، پر سنڌ جي محقق عبدالواحد آريسر جي تحقيق مطابق اُها مغل دور تائين جاري رهي. اها جدوجهد ۽ اها تحريڪ سندس لفظن ۾ دريا خان جي شهادت واري سال (1520ع) ۽ مخدوم بلاول جي جدوجهد سان شروع ٿي، 1739ع ۾ جڏهن ٺٽي مان آخري مغل گورنر نڪتو، اُن وقت تائين هلي. انهيءَ جدوجهد يعني بلاولي تحريڪ وارن 200 سالن کي هو "مخدوم بلاول جون صديون" سڏي ٿو. هن تحريڪ جو اثر سنڌ تي اڄ تائين قائم آهي. سائين جي. ايم. سيد جي جدوجهد ان بلاولي تحريڪ جو پڙاڏو آهي.


مخدوم بلاول جي علامتي تصوير

**بلاولي ٺاٽ:** راڳ جي نظام ۾ هڪ ٺاٽ جو نالو هن ٺاٽ ۾ بلاول، ديوگري، سنسڪره، ٻهاڳ، وهاڳڙو پهاڙي، ديسڪار، درگا، گُنڪلي، بنگال، لڇا ساڪ، هيم، جلڌر ڪيدار پٽ منجري، ڪوڪب، نٽ، ماند، سرپروا، شڪل، نٽ بلاولي، هنس رَن ۽ آليا راڳڻيون ڳايون وينديون آهن.

**بلاولي راڳ:** هندستان جي ڪلاسيڪي راڳ جي نظام ۾، هن راڳ جا ڪل 14 قسم ڳڻيا ويا آهن، جن ۾ شڌ بلاول، ڪلبه بلاول، الهيار بلاول، منگل بلاول، ڪماچي بلاول، جي جئونتي بلاول، سنڪرا بلاول، ڪجيلي بلاول، ايمن بلاول، ڪامودي بلاول، مدهه رسيا بلاول، سڪيا بلاول، ٻهاڳ بلاول ۽ سوها بلاول شامل آهن.

انهيءَ ٺاٽ کي هندو مذهب جا جيترا به علم موسيٰي تي لکيل سنگيت، جن مان خاص ڪري رتناڪر هنونت مت درپن، پاوري لکش ۽ پات ڪنڊي جو لکيل سنگيت "معرفت النغمات" آهن، اهي سڀ چون ٿا ته جيترا به سنگيت ٺاٽ آهن، انهن ۾ شد ٺاٽ صرف بلاول ٺاٽ ئي آهي، هاڻ هيٺ هِن راڳ جو سرگم لکجي ٿو هن کي هندي ۽ سنسڪرت ۾ شنڪر ابرن ميل ٺاٽ چوندا آهن. هي راڳ اُترانگ جو راڳ آهي. ڳائڻ جو وقت صبح جو آهي. هن راڳ ۾ گنڌار ڪمزور ڪري لڳائجي نڪاد وِڪر روپ سان لڳائبي. هڪڙا گائڪ (راڳي) وادي سُر کي کرج (سا) ۽ ٻيا ڌيوت (ڌا) کي استعمال ڪندا آهن. راڳ بلاول جو سرگرم ٿيو:

**آروهي:** سا ري گي ما پا ڌي ني سا

**امروهي:** سا ني ڌي پا ما گي ري سا

**بلب:** روشنيءَ جو گولو جنهن جي اندر خاص قسم جي تار، برقي وهڪري جي خلاف مزاحمت جي عمل سان ڳاڙهي ٿي جرڪڻ لڳندي آهي. جنهن سان روشني ٿيندي آهي. بلب 1879ع ۾ ٿامس ايڊيسن آمريڪا ۾ ايجاد ڪيو هن شروع ۾ ڪاربان جي ڌاڳي وارو بلب تيار ڪيو هو. ان کان پوءِ سائنسدانن مختلف ڌاتن جي تارن کي آزمايو؛ پلاٽينيم جي تار کي به هن سلسلي ۾ استعمال ڪيو ويو. ايڊيسن به گولي کي بهتر بنائڻ لاءِ مختلف ڌاتن جون تارون استعمال ڪيون. جيتوڻيڪ ڌات جي تار سڙي ويندي هئي. انهيءَ لاءِ روشنيءَ جي گلوب ۾ نائٽروجن گئس ڀري وئي، پر اها تبديلي گهڻي ڪامياب نه وئي آخرڪار هڪ اهڙو بلب تيار ڪيو ويو، جنهن مان هوا خارج ڪري شيشي جي اندر خلا پيدا ڪئي وئي هئي؛ اهو بلب ڪامياب ٿيو. ٿامس ايڊيسن هن بلب جي ڪاميابيءَ کي ڏسندي پلاٽينيم ۽ ريڊيم جي تارن جو خيال ڪڍي ڇڏيو ۽ ڪاربان ۽ تارڪول مان هڪ ريشو تيار ڪري بلب ۾ استعمال ڪيو جيڪو ڪافي حد تائين ڪامياب رهيو. ان کان پوءِ برقي بلب ۾ خلا پيدا ڪري ڌاتن جون تارون استعمال ڪرڻ لڳا. بجليءَ جي روشني ڏيڻ لاءِ خاص قسم جي شيشي جو ننڍڙو گولو، جنهن ۾ اندر ٻه تارون هونديون آهن. هڪڙي تار مان بجليءَ جي وهڪ ايندي آهي، انهيءَ تار کي گرم تار چوندا آهن ۽ ٻيءَ تار مان بجليءَ جي وهڪ موٽي ويندي آهي، ان کي ٿڌي تار چوندا آهن. ٻنهي تارن جي وچ ۾ ڪاربان مان ٺهيل جدا سنهي تار لڳل هوندي آهي، جيڪا بجليءَ جي وهڪ وقت گرم ٿي روشني ڏيڻ لڳندي آهي. بلب تي روشنيءَ جو دارومدار تار جي رڪاوٽ ۽ ڊيگهه تي آهي ۽ گهربل روشنيءَ لاءِ تار جي خاص ٿولهه ۽ ڊيگهه گهربل هوندي آهي. جيئن ته بلب ۾ ايتري ڊگهيءَ تار لاءِ جاءِ نه هوندي آهي، تنهنڪري ڊگهيءَ تار کي وڪڙ ڏئي ويڙهي ڪوائل (coil) جي صورت ۾ لڳايو ويندو آهي.



**بُلبُل/ بربل:** پکيءَ جو هڪ قسم. سنڌ ۾ هن پکيءَ کي "ٻوري" به چوندا آهن. هيءَ جهنگ جو هڪ ننڍڙو، جهرڪيءَ جيڏو ۽ اُن سان ملندڙ شڪل وارو پکي ٿئي ٿو هن جي ڪنين ۽ پَرن جو رنگ ڪارسرو ۽ اڇاڻ تي مائل ٿئي ٿو. عام طرح سان هيءَ پکي باغن ۽ پوکن ۾ ملندو آهي، مگر سياري جي مند ۾ جهنگ ۾ به مليو وڃي. ٻوليون ڪندڙ پکين ۾ شمار ٿيندو آهي، جنهن کي ماڻهو پاليندا آهن



۽ ”تہا“ سيکاري، هٽ تي ويهاريندا آهن. بلبل لاءِ چوڻي مشهور آهي: ”چبي تي ويهارڻ“ يعني هٿ وس ڪرڻ، پنهنجي حڪم تابع ڪرڻ وغيره. بلبل مسافر پکين ۾ شمار ٿيندي آهي. سنڌ ۾ سياري جي موسم ۾ ايندي آهي. ايراني ۽ ترڪي ٻوليءَ جي شاعرن، هن رنگين ۽ سهڻي پکيءَ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ گهڻو ڳايو آهي. سنڌ جي شاعرن بہ بلبل کي ايراني شاعريءَ جي لوازمات سان نهڪائي ڳايو آهي. ايران واريءَ بلبل جا پنا ڳاڙها ۽ پيٽ اڇو ٿيندو آهي ۽ منو راڳ ڪندي آهي. جڏهن تہ سنڌ واريءَ بلبل جا ڪنپ ڪارسرا ۽ پيٽ اڇاڻ تي مائل ٿيندو آهي. انهيءَ مان اندازو ٿئي ٿو تہ ايران واري بلبل ہي آهي، جنهن کي اتي جي شاعرن ”بلبل هزار داستان“ ڪري ڳايو آهي. اها بهار جي مند ۾، ايراني گلاب جي خوشبوءِ تي مست ٿي وڃي ڪرندي آهي ۽ گل جي پاڙ ۾ موجود ڪنڊو (خار) سندس جسم ۾ چُبي ويندو آهي ۽ مري ويندي آهي. بلبل چار يا پنج آنا ڏيندڙ پکي آهي. اُن جي خوراڪ ننڍا ننڍا جيت آهن ۽ ان سان گڏ اَن جا داڻا بہ چڳندي آهي. هن پکيءَ جي خوبين ۾ سندس مٺو آواز ۽ مٺيون لاتيون آهن. بهار جي موسم ۾ ان جو پرسوز آواز سڄي رات گونجندو رهندو آهي. پرهہ ڦٽيءَ کان اڳ پهرڪن لاءِ هن جي ٻوليءَ ۽ لات ۾ جڻ خوشيءَ جو اظهار ٿيندو آهي. هيءَ پکي گلاب جي گل جو عاشق آهي ۽ عاشق وانگر هن جي سرشت ۾ محبت جو جذبو سمايل آهي. تصوف جي ڪتابن ۾ بلبل جي خاص وصف بيان ڪئي وئي آهي تہ هوءَ مست آهي ۽ گل جي عشق ۾ پنهنجو وجود فنا ڪريو ڇڏي. سعدي شيرازيءَ جو چوڻ آهي تہ ”بلبل انهيءَ ڪري فريادي آهي، جو هن تازو هاڻي محبت ڪرڻ سکي آهي.“ سعديءَ جي نظر ۾ ”بلبل دراصل بهار جي نقيب آهي“. اهو بہ خيال آهي تہ ”بلبل کي سندس مٺڙين لاتين جي ڪري پڃري ۾ بند ڪيو ويندو آهي“. ليڪن ٻئي شاعر جي خيال ۾ ”بلبل کي پنهنجي فرياد ۽ آزين جي ڪري قيد ڪبو آهي، تہ جيئن هوءَ پنهنجي آزاديءَ کان محروم ٿي وڃي.“

سنڌ ۾ هن ننڍڙي پکيءَ کي افغانستان جي هٽير وانگر وڙهڻ سيکاريندا آهن. ان ڪم لاءِ نر پکي چونڊيو ويندو آهي. پهريان ان کي ننڊ ڪرڻ نہ ڏيندا آهن، پوءِ ان کي اٺ- ڏهہ ڪلاڪ بک ڏيندا آهن، تہ جيئن سڌ تي اچڻ سکي. ان بعد ڪوڏيءَ کي ٿورو اٽو لائي بلبل کي شيون جهٽڻ سيکاريندا آهن. انهيءَ وقت ان کي چورمو يا چپاڙيل ڀڳڙا کارائيندا آهن. ويڙهائڻ وقت ٻن بلبلين جي وچ ۾ ڪا کاڌي جي شيءِ اڇلائيندا آهن تہ هو هڪٻئي سان ڳنڍجي وينديون آهن. سندن مالڪ ڪين آگر ڏيئي پڙڪائيندا آهن. بلبل ويڙهو پکي نہ آهي. هو فقط ڇهنب ڪم آڻيندو آهي، جنهنڪري اهي ورلي مرنديون آهن. بلبل جي ويڙهہ تي شرطون قسمت سان رکندا آهن. ڪنڻ واري کي، فقط هار وارو پکي ملندو آهي. چوڪرا انهيءَ رونشي جا ڪوڏيا هوندا آهن. هنن مختلف پکين ۽ انهن جي وڙهڻ ۽ ٽونگي هڻڻ جي نموني وغيره کي سڃاڻڻ لاءِ ڪيترائي خاص لفظ ۽ محاورا ايجاد ڪيل آهن. عبدالحق ”حامد“ جي خيال ۾ ”بلبل صبح جو اذان ڏيئي ٿي. هن جو آڪيرو اونداهيءَ ۾ حب الوطنيءَ جي علامت آهي. هن جون لاتيون عشقيہ قصيدن لاءِ نموني طور ڪم اچن ٿيون. هيءَ خدا جو شاعر آهي. هن جا قصيدا فطرت جي ورقن مان پڙهيا ويندا آهن“.

**بلبل ايران** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي، ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڇاپايل آهي، ڇاپو پهريون، آفتاب پريس، ميرپورخاص مان سال 1946ع ۾ ڇپيو.

**بلبل بنگال عرف ڍاڪا جي نوابزادي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد هاشم سومري (لا وطن) جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 85 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، سال 1942ع ۾ ڇپيو.

**بلبل بيمار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 28 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، ساڌو جشن مل، مصطفيٰ پريس، لاهور مان سال 1912ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بلبل جون ياتيون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد عيسيٰ ”بلبل“ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 58 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، محمد سومار شيخ، بدين پريس، بدين مان سال 1971ع ۾ ڇپايو.

**بُلبل چشم**: نصرپور جي ڪورين جو ٺهيل خاص ڊزائن وارو رنگين ڪيس، جنهن ۾ بنيادي بہ رنگ هوندا آهن. هن ڪيس جي تر ۾ ننڍڙن چورس خانن ۾ بلبل جي اک جهڙا سهڻا خانا ٿين. ”بلبل چشم“ جيتوڻيڪ بنيادي طرح ٻن رنگن وارو ڪيس آهي، پر جيئن تہ گلڪاريءَ لاءِ منجهس وڌيڪ رنگ وڌا ويندا آهن، تنهنڪري هن ڪيس جي پيٽي ۾ پنج رنگ ملن ٿا. انهن ۾ ڏکيون ڊزائنون بلبل چشم ۽ گلزار آهن، انهن جو مُلهہ بہ گهڻو ٿيندو آهي.

**بلبل، رئيس شمس الدين**: رئيس شمس الدين ’بلبل‘ 1857ع ۾ ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو بهادر خان شينو ابڙو هو. سندس



وڏا اصل ۾ پاڳناڙي، بلوچستان جا هئا، جتان لڏي اچي فريد آباد ۾ رهيا هئا. دستوري تعليم عربي، فارسي ۽ سنڌي پڙهي، انجنيئري کاتي ۾ داروغو مقرر ٿيو. هو جلد ئي پنهنجي علمي استعداد ۽ ذهانت ڪري سنڌ مدرسة السلام جي باني خانبهادر حسن علي افنديءَ جي چوڻ تي محمدن ائسوسيئيشن جي تبليغي رسالي ”معاون“ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ ان کي ڪاميابيءَ سان هلايائين. ان کان سواءِ ڪيترين هفتيوار اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. طنزيہ اصلاحي شاعري ۽ قصيده گوئيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندس مشهور تصنيفون ’ديوان بلبل‘، ’ڪريما نيچرل‘، ’رحيما ما مقيما‘، ’قلندر جو ميلو‘، ’چٽ سوال پٽ جواب‘، ’ڪليات بلبل‘، ’مزاحيات بلبل‘، ’جام جم‘ وغيره آهن. بلبل صاحب پرپور عملي زندگي گذاري. هن صاحب طرز اهل قلم، جدت طراز شاعر، صحافي ۽ باڪمال طنز گو شاعر، 13 سيپٽمبر 1919ع تي وفات ڪئي.




**بلبل سنڌ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘ جو لکيل آهي، جنهن ۾ رئيس شمس الدين بلبل جي شخصيت ۽ ڪردار تي مواد آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ 194 صفحا آهن ۽ قيمت بہ رپيا 8 آنا ڇاپايل آهي. جمعيت الشعراءِ سنڌ، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو.



**بلبل ڪور واهي**: هن جو اصل نالو خان محمد جت آهي ۽ سنڌس ادبي نالو 'بلبل ڪورواهي' آهي. هن سڄاڻ شاعر، 22 مارچ 1954ع تي ڪور واهه ضلعي بدين ۾ جنم ورتو. 1982ع ۾ ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري پاس ڪيائين. هن وقت گولاڙچي (فاضل راهو) اسپتال ۾ ميڊيڪل آفيسر آهي. سنڌس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب، "پکي ٿو ٻولي" ڇپيل آهي، جيڪو 1993ع ۾ شايع ٿيو. 'بلبل ڪورواهي' هن وقت بدين ۾ رهي ٿو.

**بَلبَن**: دهليءَ جي "غلام حڪمران گهراڻي" جو هڪ بادشاهه، جنهن جو اصل نالو غياث الدين هو. هن هندستان تي 1246ع کان 1265ع تائين حڪومت ڪئي.

**بُلڙي**: هيءَ شهر ٽنڊي محمد خان ضلعي جو اهم شهر آهي، جنهن ۾ مشهور درويش، ولي الله ۽ پنهنجي وقت جي وڏي شاعر شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو مقبرو آهي. هن ڳوٺ جو اصل نالو "سيد پور" هو. جيڪو بهرام پور



پرڳڻي ۾، 'شرف پوٽن' سيدن جي رهائش ڪري "سيد پور" سڏبو هو. هيءَ شهر ٽنڊي محمد خان- سڄاول روڊ تي، ٻنهي شهرن کان هڪ جيتري مفاصلي تي، وچ تي آهي. هن شهر جي آبادي هڪ چورس ميل تي پکڙيل آهي. مرڪزي شهر هئڻ سبب آسپاس جي ڪيترن ئي شهرن ۽ ڳوٺن کي ڳنڍيندڙ آهي، جهڙوڪ: جهوڪ شريف، ميرپور بٺورو، سڄاول ۽ اُتان ٺٽو ۽ ڪراچي. ڏکڻ طرف شهيد بلو ٻنهور چوٽنڪ کان ڪوررواهه ۽ گولاڙچيءَ ڏانهن وڃي سگهبو آهي. هن روڊ جو نالو شهيد ڊاڪٽر محمد ايوب رکيو ويو آهي. هن شهر کي 1974ع کان ٽائون ڪميٽيءَ جو درجو ڏنو ويو. هتي رورل هيلٿ سينٽر، جانورن جي اسپتال، ائگريڪلچرل آفيس، انسپيڪشن بنگلو ۽ رائيس ملون موجود آهن. جيئن ته هيءَ شهر لاڙ خطي ۾ آهي، انهيءَ ڪري هتي اهي سڀ فصل پوکجن ٿا، جيڪي لاڙ ۾ عام طرح ٿيندا آهن، مثلاً ڪمند، ڪٽڪ، سارين، سرنهن، مٽر، ڇٽا، ڄانيو ۽ جَوَ هتي جي مکيه پيداوار آهن. هتي جي آبهوا گهميل رهي ٿي. بلڙيءَ ۾ شاهه عبدالڪريم جي درگاهه کان سواءِ، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڏاڏي سيد عبدالقدوس شاهه جو مقبرو هتي آهي. ان کان سواءِ درويش سيد ابراهيم، جيڪو "پرڏيهي پير" جي نالي سان مشهور آهي، ان جو مقبرو به بلڙيءَ جي پرسان آهي. سال 1911ع ۾ پيرومل مهرچند آڏواڻي، شاهه ڪريم بلڙيءَ جي درگاهه جي زيارت لاءِ ويو هو. سو لکي ٿو ته "ٽنڊي محمد خان طرف جيڪي ڏسڻ جهڙا هنڌ آهن، تن مان هڪ هاڪارو مڪان بلڙيءَ جو ڳوٺ آهي، جو ٽنڊي محمد خان کان ٻارهن ڪوهه پري آهي ۽ اتان جهوڪ شريف ۽ ميرپور بٺورو سنڌاوا آهن. آءٌ جڏهن بلڙي شريف جي زيارت لاءِ ويو هوس، ان وقت ڪريمي سجادو پير صاحبڏنو شاهه هو جو ياروبس هو ۽ ڪيترن حيدرآبادي عاملن سان ايتري قدر رستو هوس، جو ڪراچيءَ توڙي حيدرآباد ۾ وٽن گهڻو ايندو هو. شاهه عبدالڪريم جي درگاهه جي مون کي زيارت ڪرايائين ۽ دروازن تي جيڪي چانديءَ جا پٽ هڻايا هئائين، توڙي ٻيو جيڪو ڪم درگاهه تي ڪرايو هئائين، سو ڏيکاريائين. پير صاحب ڏنو شاهه ٿورن سالن کان پوءِ گذاري ويو. مگر سنڌس عمدو شعراڄ تائين گهڻن جي وات ۾ آهي. سوکڙيءَ طور هڪ ڪتاب "بيان العارفين" ڏنائين، جو آڳاٽي نموني واري شعر ۾ آهي ۽ ان ۾ شاهه ڪريم جو ڪافي ڪلام ۽ ذڪر آهي. سنڌيءَ ۾ ڪريمي رسالو مرزا قليچ بيگ جو ڇاپيل آهي. شاهه عبدالڪريم جا ڪيترا بيت شاهه جي رسالي ۾ به ڳنڍجي ويا آهن. شاهه عبدالڪريم جي وصال جي تاريخ سال 1032هه مطابق سال 1622ع آهي. هتي هرسال ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ اٽڪل ڏهه هزار ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ اٽڪل پنجويهه هزارن جو واپار ميلي وارن ڏينهن ۾ هلندو آهي. بلڙيءَ جي ويجهو شاهه عنايت رحه صوفيءَ جي درگاهه جهوڪ شريف ۾ آهي."

**بلڙي**: هن نالي سان تعلقي ٽنڊي محمد خان، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان 8 ڳوٺ آباد آهن. 'مقبول مگسي'، 'قادر ٻرڙو'، 'رحيم بخش رند'، 'عارب ڪوُنريجو'، 'حاجي عثمان سمون'، 'حاجي علي محمد سمون'، 'ڀيل' ۽ 'جوڳي'.

**بُلغار**: ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'مير حاجي ڪبير'، 'محمد حسن هڪڙو'، 'مير حاجي غلام محمد'، 'محمد صالح لغاري'، 'بروهي آباد'، 'اسلام پور'، 'ڪمون ڪانٽيو'، 'ڪانٽيو لوسو'، 'خدابخش لغاري'، 'ڪبر بجاڻي' ۽ 'ڪاٽن فيڪٽري'. ٽنڊي الهيار کان ميرپورخاص ريلوي لائين تي هن نالي سان الڳ اسٽيشن پڻ موجود هئي، جيڪا هاڻي بند ٿي وئي آهي ۽ ان جي جاءِ تي هاڻي آغاخاني خواجن جو وڏو ڳوٺ آباد ٿي ويو آهي، جيڪو "سلطان آباد" جي نالي سان مشهور آهي. هن ديهه ۾ ٻڪرياڄيءَ جي پوک ايتري ته گهڻي انداز ۾ ٿئي ٿي جو حيدرآباد ۽ ڪراچي شهرن ۾ ٻڪر جي ضرورتن کي پورو ڪري ٿي.

**بلقيس ايڌي**: پاڪستان جي مها سماجي ڪارڪن عبدالستار ايڌيءَ جي جيون ساٿي ۽ پاڻ به نامياري سماجي ڪارڪن آهي. هوءَ 14 آگسٽ 1947ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائي. هيءَ بلقيس ايڌي فائونڊيشن جي سربراهه آهي، جنهن کي سنڌس سماجي خدمتن جي عيوض هلال امتياز ۽ لينن [illegible] پرائيز به ملي چڪو آهي. سنڌس انتظام هيٺ پاڪستان، خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ اسپتال ۽ ايمرجنسي سروس هلندڙ آهي. بلقيس ايڌي نرسز ٽريننگ سينٽر مان ننڍي عمر ۾ ئي نرسنگ جو ڪورس ڪيو. ايڌي سنڌس سڱ گهريو ۽ اپريل 1966ع ۾ سنڌن شادي ٿي وئي.



تڏهن کان هوءَ عبدالستار ايڌي سان گڏ پاڪستان جي سڀ کان وڏي فلاحي اداري ۾ ماڻهن جي خدمت ۽ ڀلائي لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. جڏهن هن ستار ايڌيءَ سان شادي ڪئي ته سنڌس مڙس جي ڪل ملڪيت هڪ ڀڳل ٽٽل

ڪار ۽ ننڍڙي ڊسپينسري هئي. پهرين ماڙ تي 7-6 بسترن وارو وير گهر هو ۽ هيٺ ننڍڙي ڪمري ۾ آفيس هئس. هوءَ ٻه ڏماڪن جي فوٽين جي ميٽن کي ٽڙ ڏيندي هئي.

ٻاڻ هن وقت عورتن واري شعبي جي نگران آهي ۽ ٻارن کي گود وٺڻ وارو ڪم سنڀالي رهي آهي. سندس ٻه ڏيئرون به ساٿس گڏ ڪم ڪن ٿيون. هوءَ وقت بوقت سڄي ملڪ ۾ قائم ايڌي سينٽرن جو معائنو ڪندي رهندي آهي. ٻارن کي گود ڏيڻ لاءِ سندس اصول اهو آهي ته گود وٺندڙ جوڙي کي شادي ڪئي، 12-10 سال ٿي چڪا هجن. مرد جي عمر 50 سالن کان گهٽ هجي ۽ سندس پگهار مناسب هجي ۽ گهر پنهنجو هجي. هو اهڙن جوڙن کي ٻار گود ۾ نه ڏيندي آهي، جيڪي مسواڙي هجن يا گهر مٽائيندا هجن. جسماني ۽ ذهني طور معذور ٻارن جي به ايڌي فائونڊيشن ۾ پرگهور لڌي ويندي آهي. معذور ٻارن کان علاوه ايڌي وٽ 9 هزار اهڙن ٻارن جون درخواستون آهن، جيڪي يتيم يا لاوارث آهن ۽ اجا ڪنهن گود نه ورتا آهن.

بلقيس ۽ ستار ايڌيءَ کي پنهنجو گهر ناهي. سماجي خدمتن ۾ رڌل هن جوڙي کي گڏجي سير تفريح لاءِ ڪو وقت نه ملندو آهي. البته هو سماجي ڪم گڏجي ڪرڻ ۾ ئي وقت گذاريندا آهن. ڪين هڪ پٽ ۽ ٽي ڌيئر فيصل، ڪبريٰ، زينت ۽ الماس آهن.

**بلند شاهه:** ڪافين جو مشهور شاعر، سيد بلند شاهه، ڳوٺ باگهاڻي، تپي لاڏين، تعلقي شاهه بندر، ضلعي ٺٽي ۾ جائو. لاڙ ۾ سندس نالو تمام گهڻو مشهور آهي. شاعري ڪيس ورثي ۾ ملي. سندس ڏاڏو به قابل قدر شاعر هو پر سندس ڪلام هن وقت اڻ لڀ آهي. بلند شاهه جو ڪلام پوين جي بي توجهيءَ سبب گم ٿي ويو. بلند شاهه ڪافين ۽ بيت چيا آهن. فطرت جي منظرن، برسات جي نظارن، وڄڙين جي وسڻ جا ويس، گل ڦل ۽ گاهن جون گلزاريون، محبوب جي حسن، اکين جي تعريف ۽ اهڙن بين مضمونن کي بلندشاهه گهڻو ڳايو آهي. نموني طور سندس ڪافين جا ڪجهه ٽلهه هيٺ ڏجن ٿا:

سارنگ ساوڻ لايا وي،
الا! رم جهم بادل ڪيا بهارا
اهڙيون سڄڻ تنهنجون اکيون،
توبهه، تارين کان تکيون
کهڙو آرام اچي انهن کي،
جن کي دوست جاڳايو

**بُلند فقير سولنگي:** هيءُ ڪافي گو شاعر ٺٽي آدم جو ويٺل هو. هن 1940ع ڌاري وفات ڪئي. سندس چيل ڪي ڪافيون نموني طور سنڌي ادبي بورڊ جي ڇاپيل ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن.

**بُلو، مؤمن:** ليکڪ، استاد ۽ صحافي، مؤمن بُلو 22 جولاءِ 1967ع تي پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڪوٽ بُلا، تعلقي پني عاقل (سکر) ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان ورتائين ۽ ايليمينٽري ٽائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول پيلار ۾ پڙهيو. 1981ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري ۾ داخلا ورتائين. ميٽرڪ سائنس جو امتحان سٺن نمبرن ۾ پاس ڪرڻ کان پوءِ انٽرميڊيٽ گورنمينٽ مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. اسڪول واري زماني کان وٺي ڪيس لکڻ ۽ پڙهڻ سان چاهه هو ۽ ڪاليج مئگزين ۾ سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ سندس ڪيترائي مضمون شايع ٿيا. ميٽرڪ جي پڙهائيءَ دوران ئي هن ايم. اي انگريزي ادب ۾ ڪرڻ جو سوچيو ۽ 1986ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ بي. اي. آنرس ۾ داخلا ورتائين ۽ ايم. اي (انگريزي ادب) سٺن نمبرن ۾ پاس ڪرڻ کان پوءِ صحافت جي ميدان ۾ باضابطا طور پير پاتائين. ماهوار "Newsline"، "Viewpoint" ۽ "The Friday Times" جهڙن نامور ادارن ۾ ڪم ڪرڻ جي تجربي جي آڌار تي تحقيق طرف سندس دلچسپي رهي ۽ صحافت جي ميدان ۾ نالو ڪمايائين.



سنڌ جي انتظامي تاريخ متعلق سندس ڪتاب "چارلس نيپيئر کان محمد ميان سومري تائين" (سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾) سندس اعليٰ ذهانت جو ثبوت آهي. هن وقت هو حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ انگريزي رسالي The Reporter جو ايڊيٽر ۽ پبلشر آهي. هو ساڳئي وقت سچل سرمست آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج، تلڪ چاڙهي حيدرآباد ۾ انگريزيءَ جو استاد آهي. سندس رهائش پراڻي وحدت ڪالوني، حيدرآباد ۾ آهي.

**بلوچ:** لفظ "بلوچ" کي مختلف دورن ۾ بعل، بلوچ، بلوص، بلوس، بلوش، بعلوث، بلعوث، بيلوث، بيلوس ۽ بعلوس لکيو ۽ استعمال ڪيو ويو آهي. بابل وارا پنهنجي قومي ديوتا کي 'بال' (يا بعل يعني عظيم) چوندا هئا. يونانين ان کي 'بيلوس' چيو قديم دور ۾ لفظ بلوچي کي 'بعلوث' ۽ 'بيلوث' لکيو ويندو هو پوءِ هيءُ لفظ بيلوس ۽ بعلوس ٿي، تحرير ۽ بيان ۾ ايندو رهيو عرب ان کي بروس، بلوص ۽ بلوش اُچاريندا آهن ۽ ايراني ان کي بلوچ لکندا ۽ چوندا آهن. سنڌ ۽ هند ۾ اهو لفظ "بلوچ" ۽ "ٻروچ" رائج آهي. اصل لفظ "بلوص" آهي، جنهن کي عربن 'بلوش' ۽ ايرانين 'بلوچ' لکيو. ايراني 'ص' جو اُچار نٿا ڪري سگهن، انهيءَ ڪري 'بلوص' جي 'ص' کي 'چ' ۾ بدلائي 'بلوچ' جي صورت ڏنائون. لفظ بلوچ جي سڃاڻپ نسب ۽ وطن جي لحاظ سان به ڪري سگهجي ٿي. ڪن تاريخدانن لکيو آهي ته 'بلوص' نمرود بادشاهه جو لقب آهي. نمرود بابلي سلطنت جو پهريون بادشاهه هو ۽ ڪيس احترام کان بلوص يعني "سج ديوتا" چيو ويندو هو سردار محمد خان گشڪوريءَ جي تحقيق مطابق بلوص، نمرود کان پوءِ، بابل جي سلطنت جو ٻيو وڏو بادشاهه هو. وطن جي لحاظ سان بلوچَ، واديءِ بلوص جا رهاڪو هئا. اها وادي شام ۽ حلب جي وچهو سرحد سان لاڳو آهي. اها اُجاڙ ۽ ويران وادي هئي. عرب ۽ شام جا ڪيترائي قبيلا هتي رهڻ لاءِ آيا، پر روم جي حاڪمن جي هٿ ڪس ڪري لڏيندا رهيا. جڏهن اسلامي تعليم ۽ حڪومت جو غلبو ٿيو ته حضرت ابوعبيده پنهنجي هڪڙي سردار، حبيب بن مسلمه، جي هٿ هيٺ هڪڙي لشڪر ۾ هڪ اهڙي به جماعت هئي، جيڪا گهڻي عرصي کان شام ۾ رهندي هئي. فتح کان پوءِ اها جماعت انهي واديءَ ۾ آباد ٿي وئي. تنهن وچ ۾ قبيلي قيس به خانه بدوشي ڇڏي، انهيءَ واديءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي. انهن ئي ماڻهن پاڻ کي پهرين "بلوص" ۽ پوءِ "بلوچ" چوايو.

بلوچ نسل متعلق ڪن جي راءِ آهي ته بلوچ قوم بن حصن، بلوچ ۽ بروهيءَ ۾ ورهايل آهي. انهن جو چوڻ آهي ته هئي قومون حسب نسب ۾ سامي نسل مان آهن. ٻيو نظريو اهو آهي ته بلوچ ۽ بروهي جدا جدا نسل مان آهن: بروهي دراوڙي نسل مان آهن. جن مؤرخن، بروهين کي بلوچ ڄاڻايو آهي، تن جو چوڻ آهي ته بروهي بلوچن جو اوائلي گروهه آهن. جيڪو بلوچن جي عام هجرت کان لڳ ڀڳ ست اٺ صديون اڳ، ايراني حڪومت جي تخت تاراج ٿيڻ کان پوءِ هجرت ڪري هتي آباد ٿيو. خاص بلوچن جي نسب جي باري ۾

وڌو اختلاف آهي. پاٽنجر جي خيال ۾ بلوچ ترڪمان نسل مان آهن. ڊيمز جو خيال آهي ته هي ايراني نسل مان آهن. هولڊچ جي خيال ۾ هي عرب نسل جا آهن ۽ ماڪلر ثابت ڪيو آهي ته بلوچ مڪران جا قديم باشندا آهن. خود بلوچن وٽ هڪڙي نظم ڪان سواءِ ٻيو قديم مواد ڪونهي. چيو وڃي ٿو ته انهيءَ نظم ۾ اهو چيل آهي ته هو امير حمزي جو اولاد آهن ۽ حلب ڪان آيا آهن. وڌيڪ بيان آهي ته انهن حضرت امام حسين عليه السلام جو ساٿ ڏنو ۽ امام حسين عليه السلام جي شهادت بعد هو بامپور پهتا، ۽ اُتان سيستان آيا. بلوچن جو زميني رستو ايراني بلوچستان ۽ پاڪستان جي مڪران ۽ بلوچستان جي ساحلي علائقن سان آهي. اهو تسليم شده آهي ته هي ماڻهو موسمي تبديلين، ڪڏهن سردارن ۽ ايراني شاهي حڪومت جي رويي ڪان ۽ ڪڏهن وري روزگار جي تلاش ۾ سنڌ ۾ رهندا هئا. فردوسيءَ جي شاهنامي ۾ بلوچن جو ذڪر آيو آهي. فردوسيءَ هنن جون جيڪي وصفون بيان ڪيون آهن، تن مان ثابت ٿو ٿئي ته هيءَ قوم ايراني بلوچستان ۽ مڪران ۾ قديم زماني ڪان پنهنجي انفرادي خصوصيت سان رهندي آئي آهي. امرت لال "عشرت" جي تحقيق مطابق، قديم فارسي ادب ۾ اهڙا گهڻا ئي اشارا ملن ٿا، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته هيءَ قوم شروع ۾ مازندران درياهه جي ڪنارن تي آباد هئي. اُتان ڏکڻ طرف لڏپلاڻ ڪري، پهرين ڪرمان ۽ پوءِ 11 صدي عيسويءَ جي لڳ ڀڳ سيستان ۽ مڪران جي علائقن ۾ اچي آباد ٿي ۽ بعد ۾ بلوچ، 13 صديءَ جي اوائل ۾ چنگيزي حملي ڪان پڇي، اوير مڪران ۽ سنڌ جي سرحد تائين پکڙجي ويا. 15 ۽ 16 صدي عيسويءَ ۾ ڪي بلوچ قبيلا پنجاب ۽ سنڌ ۾ به رهندڙ نظر اچن ٿا، ليڪن انهن جي اهم ترين هجرت، تيمور جي حملي ڪان بابر جي حملي واري عرصي ۾ ٿي. مڪران ڪان اڳتي وڌندڙ هي ماڻهو قلات جي غيرآباد ٽڪرن ۽ جبلن تي قبضو ڪري ويهي رهيا، جن تي اڄڪلهه بروهين جو قبضو آهي. پانئجي ٿو ته ڪن حادثن ۽ حالتن، بلوچن کي قلات مان وري لڏائي، سنڌ ۽ پنجاب جي ميداني علائقن طرف ڌڪي ڇڏيو. بلوچ روايت موجب، امير جلال خان انهن بلوچ قبيلن جو سردار هو، جيڪي 11 صدي عيسويءَ ۾ ڪرمان جي ٻهاڙن ۽ ريگستان ۾ رهندا هئا. بلوچن جو روايتي عهد انهيءَ سردار ڪان شروع ٿئي ٿو. سندس چار پٽ: رند، ڪورائي، لاشاري ۽ هوت هئا. رند انهن سڀني ۾ بهادر ۽ دلير هو. اڳتي هلي رند جي اولاد مان ميرچاڪر خان پيدا ٿيو، جيڪو بلوچ نسل جو عظيم سپوت سڏجي ٿو. 12 صدي عيسويءَ ۾ بلوچن، ڪرمان، دشت ۽ سيستان ڏانهن ڪوچ ڪيو. سيستان مان بلوچ، بامپور ۽ موجوده ايراني بلوچستان ۾ آيا. 16 صديءَ جي شروعات ۾ بلوچ قبيلا سنڌ ۽ بلوچستان تي ڇانئجي ويا. سنڌ ۾ بلوچن جو وجود جام نظام الدين عرف جام نندي (تخت نشيني 29 نومبر 1469ع ۽ وفات 1517ع) جي عهد ۾ ٿيو. مير چاڪر خان رند، بلوچ قبيلن سان اڳتي وڌي، سبيءَ تي قبضو ڪيو ۽ ان ڪان پوءِ قلات تي بلوچن جو قبضو ٿي ويو. ان بعد رندن ۽ لاشارين جي پاڻ ۾ ويڙهه شروع ٿي، جيڪا 30 سال جاري رهي، جنهنڪري بلوچن جي طاقت ڪمزور ٿي وئي. سبيءَ تي شاهه بيگ ارغون قبضو ڪيو ۽ ميرچاڪر خان پنجاب ڏانهن هليو ويو. بلوچ شهري به آهن، ڳوٺاڻا به آهن ته خانه بدوش به آهن. هو شهر ۾ رهندڙ هجن يا ڳوٺن ۾، صحرا ۾ هجن يا جهنگن ۾ گذران ڪندا هجن، پنهنجي قبيلي سان سندن محبت بيمثال آهي. هر قبيلو يا تُمن، ننڍن ننڍن قبيلن ۾ ورهايل هوندو آهي، جنهن کي ذات، پاڙو يا نُک چوندا آهن. مثال طور گورچاڻي قبيلي جا چار پاڙا آهن: پهريون پاڙو 'شهڪاڻي' آهي جنهن جون نکون 'جلباڻي'، 'بکراڻي' ۽ 'منڪاڻي' آهن: ٻيو پاڙو 'هوت واڻي' آهي، جنهن جون نکون 'دوداڻي'، 'شيخاڻي' ۽ 'سنجاڻي' آهن: ٽيون پاڙو 'خليلاڻي' آهي، جنهن جون نکون 'بابولاڻي'، 'چتياڻي' ۽ 'منگاڻي' آهن ۽ چوٿون پاڙو 'بازگير' آهي، جنهن جون نکون 'دلاڻي'، 'براهماڻي' ۽ 'پيواڻي' آهن. هر قبيلي جو هڪڙو سردار ٿيندو آهي ۽ سردار جي حڪم جي پاسداري، قبيلي جي هر فرد جو پهريون فرض هوندو آهي. جنگ هجي يا صلح، سردار جو حڪم مڃڻو پوندو آهي. بلوچ گوشت کي زياده پسند ڪندا آهن. سير شڪار جا شوقين هوندا آهن. شهه سواريءَ جي شوق لاءِ گهوڙا ڌاريندا آهن. بلوچ قوم ۾ ناچ ۽ محفل جي راڳ کي دل کولي داد ڏنو ويندو آهي. قومي ناچ 'جهمر' ۾ گهڻو ڪري سڀئي حصو وٺندا آهن. سندن سازن ۾ رباب، چنگ، سارنده (سُرندو)، دنبورو، دهل ۽ نڙ مشهور آهن. بلوچ قوم ۾ "خون جو بدلون خون" آهي. جيڪڏهن بلوچ ڪنهن کي پناهه يا سامَ ڏني ته ان کي بچائڻ ۾ پنهنجي سرتان آسرو ڪٽي ڇڏيندا آهن.

سنڌ ۾ بلوچ ذاتين ۾ رند، لاشاري، هوت، ڪورائي، جتوئي، ڊومبڪي، ڪلمتي، لغاري، مزاري، مگسي، بليدي، گوپانگ، گبول، بوزدار، گشڪوري، جاگيراڻي، باگراڻي، گورچاڻي، جمالي، جکراڻي، نظاماڻي، نوحاڻي، دشتي، خشڪ، ڪلوئي، چلگري، ديناري، گرگيج، گورڪاڻي، نوتڪاڻي، پتافي، پرڳڙي، چانگ، جلالاڻي، جلباڻي، ڪپري، شاهواڻي، ٽالپر، هيسباڻي، بهراڻي، جروار، جسڪاڻي، لنجواڻي، لنڊ، ميرجت ۽ هولاڻي وغيره شامل آهن. چانڊيا به پاڻ کي بلوچ سڏائين ٿا، جڏهن ته ڪجهه تاريخدان ڪين چانڊڪي پرڳڻي جا رهاڪو ڄاڻائين ٿا پر بلوچ نٿا سڏين. سنڌ ۾ بلوچن جي آبادي تمام گهڻي آهي. اهي سنڌ ۾ مختلف حڪومتن ۽ عهدن تي رهندا پيا اچن. بلوچن ۾ هڪ قبيلي جو هڪ ڌار مذهبي فرقو به آهي، جنهن کي "ذڪري" چيو ويندو آهي. بلوچ پاڻ ۾ ڪٽنب جي صورت ۾ رهن ٿا، جنهن کي هو "ڪهول" سڏيندا آهن. بلوچ ڪهول جي اتحاد ۽ ٻڌيءَ جون روايتون هڪ پيڙهيءَ کان ٻي پيڙهي تائين، ڪهول جي فردن وسيلي پهچايون وڃن ٿيون. ڪهول وسيلي بلوچي روايتن جي سکيا ڏني وڃي ٿي. محمد اسحاق بلفتي النهيري، عربي تاريخ جي نون ڪتابن مان مدد وٺي، عربيءَ ۾ مقالو تيار ڪيو آهي. تحقيق جي ميدان ۾ "بلوچ" جي موضوع تي هيءَ مقالو محققن جي دلچسپيءَ خاطر ڏنو وڃي ٿو: "بلوچن جو نسب يوب بن قحطان عليه السلام تائين پهچي ٿو ۽ اهي بلوچ محمد بن اسحاق بن يشجب بن يوب بن قحطان بن هود عليه السلام جو اولاد آهن. (يشجب سبا جو پيءُ هو سندس اصل نالو عبدالشمس هو) يمن وارا ۽ ٻيا چون ٿا ته بلوچ بلشا بطن ازد بن محاويه جو اولاد آهن. **(1) بني شمس:** هن جي اولاد مان معول ۽ شمسي ازدي آهن. **(2) بني عمرو:** هن جي اولاد مان ڪرد بن علي بن عمرو بن عامر آهي. **(3) بني سليمة:** هن جي اولاد مان حمزه بن مختار سليمي ازدي آهي، جيڪو ڪن بلوچ قبيلن جو ڏاڏو چيو وڃي ٿو. **(4) بني غنم، (5) بني غالب، (6) بني عثمان:** هن جي اولاد مان نمر بن عثمان بن نصر بن زهران آهي. نمري قبيلو ان ڏانهن منسوب آهي. اهڙيءَ طرح مڪران ۾ گهڻا بلوچي قبيلا آهن، جن جو نسب نمري تائين پهچي ٿو **(7) بني نصر:** هن جي اولاد مان جلند بن ڪرڪر آهي، جيڪو عمان جي بادشاهن جو ڏاڏو هو ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي دور ۾ هو **(8) بني ازد:** هن جي اولاد مان عمان جا موجوده بادشاهه البو سعيد آهن. **(9) بني غوث، (10) بني نبت:** هن جي اولاد مان ڪنده، ان جون شاخون ۽ پاڙا آهن. **(11) بني سبا:** هن جي اولاد مان حمير ۽ ان جا بادشاهه آهن. **(12) بني يشجب:** هن جي اولاد مان آل محمد ۽ ان جا قبيلا آهن. **(13) بني قحطان:** سڀئي بلوچ هن جو اولاد آهن ۽ هيءَ سڀني جو ڏاڏو آهي.

**نبي هود عليه السلام:** هيءَ نوح عليه السلام کان پهريون نبي آهي، جن جي

سرزمين قحطان هئي. بعد ۾ هو مختلف علائقن ڏانهن پکڙجي ويا. سيني بلوچن جو اتفاق آهي ته اسين عرب نسل جا آهيون. بلوچن جا چوئيتاليهه (44) قبيلا هئا، اهي چوئيتاليهه قبيلا قحطاني ۽ عدناني قبيلن جون شاخون هيون. اڳتي هلي اهي قبيلا پنهنجي اصلي نالن جي بجاءِ پنهنجن قبيلن جي نالن سان سڏجڻ لڳا، جيڪي هي آهن: (1) رند، (2) لاشاري، (3) ڪورائي، (4) هوت، (5) جتوئي.

**هوت قبيلو:** هوت قبيلو، حجاز (عرب) جي قبيلن مان آهي، اتان کان عمان ڏانهن هجرت ڪيائون. خليج عرب ۾ اڳ به گهڻا عرب قبيلا هجرت ڪري آيا هئا ۽ هوت به حجاز مان خليج ۾ پهتا. هوت قبيلو پنجن قبيلن مان وڏو قبيلو آهي. ڪي نسب جا ماهر چون ٿا ته هوت اصل ۾ 'هود' آهن. مڪران جي رياست جڏهن هوتن کان وئي ته پوءِ بليدين ان تي قبضو ڪيو (بليده ايران ۾ هڪڙي جاءِ آهي، جنهن ڏانهن هي قبيلو منسوب آهي) ۽ ٻيا قبيلا جيڪي عرب جي جزيري مان مڪران ڏانهن نڪتا هئا، اهي هي هئا: (1) حميري، (2) ڪندي، (3) ازدي، (4) نمري، (5) زيد، (6) مهري، (7) مري، (8) بن، (9) تميم، (10) زهري، (11) جمالي، (12) علافي، (13) سهمي، (14) دميني، (15) بليدي، (16) ريداني، (17) مغيري. هي عرب جا مشهور قبيلا چيا وڃن ٿا، جن جون شاخون ۽ پاڙا عراق، جزيرة العرب ۽ عمان ۾ آهن. جڏهن ته بلوچستان ۾ به موجود آهن. هن ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته مهري يا بنو مهره، يمن جي قحطاني قبيلي مان آهن ۽ يمن جو ڏاکڻيون حصو سندن رهائش آهي.

**بلوچن جو ڏاڏو:** (1) سليمة بن (2) مالڪ بن (3) فهم بن (4) غنم بن (5) دوس بن (6) عدنان بن (7) عبدالله بن (8) زهران بن (9) ڪعب بن (10) حارث بن (11) عبدالله بن (12) مالڪ بن (13) نصر بن (14) ازد بن (15) غوث بن (16) نبت بن (17) ملڪ بن (18) زيد بن (19) ڪهلان بن (20) سبا بن (21) يشجب بن (22) يعرب بن (23) قحطان بن (24) عامر بن (25) شالخ بن (26) ارفخشد بن (27) سام بن (28) نوح عليه السلام ابن (29) لمڪ بن (30) متوشلخ بن (31) اخنون بن (32) يرد بن (33) مهلائيل بن (34) انوش بن (35) شيش بن (36) آدم عليه السلام.

اهڙيءَ طرح نسب جي ڪتابن ۾ بلوچن جو ڏاڏو سليمة بن مالڪ بن فهم لکيل ڏٺو ويو آهي، جيڪو عرب جي جزيري مان ڪرمان ملڪ ڏانهن نڪتو هو. سليمة کان ازد تائين نسب، ياقوت بن عبدالله حموي رولي جي ڪتاب 'معجم البلدان' تان نقل ڪيل آهي ۽ غوث کان قحطان تائين، بلاذري جي ڪتاب فتوح البلدان مان ۽ عابد کان نوح عليه السلام تائين "القصد ولامم في التعريف باصول انساب العرب والعجم" تان ۽ نوح عليه السلام کان آدم عليه السلام تائين معجم البلدان کان نقل ڪيل آهي.

**موجوده بلوچن جو نسب:** موجوده بلوچن جو نسب هڪ اهڙي شخص تي پهچايو وڃي ٿو، جنهن جو نالو حمزه آهي. اهو حمزه ڪهڙو آهي؟ ان جي باري ۾ بلوچن جا مختلف خيال آهن. ڪن جو خيال آهي ته اهو حمزه بن عبدالمطلب قريشي آهي ۽ ٻيا چون ٿا ته اهو امير حمزه بن ابراهيم، پهلوان آهي ۽ اسان وٽ تاريخي لحاظ سان هيءَ ڳالهه ثابت ٿي آهي ته اهو حمزه بن مختار ازدي آهي، ڇاڪاڻ ته بلوچ، سليمة بن مالڪ بن فهم ازدي جو اولاد آهن. جيڪو يمن مان ڪرمان ڏانهن (300 سال ق. م) پنهنجي پيءُ مالڪ کي، پل ۾ ماري پوءِ پنهنجن ڀائرن جي ڊپ کان ته اهي متان مون کي مارين، فارس ملڪ ڏانهن پنهنجي اولاد سميت ڀڄي ويو. سندس اولاد فارس ملڪ ۾ 800 سال رهيو. پوءِ جڏهن ايران جي بادشاهه نوشيروان بلوچن سان جنگ ڪئي، تڏهن ڪي بلوچ مڪران ۾ آيا ۽ ڪي عراق جي ابرندي پاسي بغداد جي ويجهو (حلب ۾) رهيا. پوءِ سال 60 هه/ 679ع ۾ حضرت امام حسين بن علي رضه جي طرفداريءَ ۾ ڪربلا جي جنگ ۾ يزيد بن معاويه سان وڙهيا، پوءِ ڪي سجستان ڏانهن ويا ۽ ڪي بصري ڏانهن ويا. جيڪي بصري ۾ رهيا، انهن مان حمزة المختار بن عوف بصري سليمي به آهي، جيڪو ڪن بلوچي قبيلن جو ڏاڏو آهي، جنهن جي سندس پٽ حمزه ڏانهن نسبت جي لحاظ سان ڪنيت ابو حمزه هئي. مڪي جي ويجهو قديد جي جنگ ۾ امويه جي هٿان جڏهن حمزه جو پيءُ قتل ٿيو ته حمزه بن مختار ۽ سندس قبيلو مڪران ۾ اچي آباد ٿيو مڪران جي علائقي ۾ حمزه جو اولاد بلوچ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو بلوچ ان حمزه کي پنهنجي نسب نامن ۾ ياد ڪندا آهن. جلال خان کان سليمة تائين نسب نامو هيٺين ملايو ويندو آهي: (37) جلال خان بن (38) هارون بن (39) شاه عباس دوست محمد بن (40) احمد بن (41) عماره بن (42) حمزة المختار بن (43) عوف بن (44) عبدالله بن (45) يحيٰ بن (46) مازن بن (47) مخاش بن (48) سعد بن (49) صامت بن (50) مجاسر بن سليمة بن مالڪ."

**بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن:** بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (بي ايس او) 1967ع ۾ قائم ڪئي ويئي. هي شاگرد جماعت شروع ۾ ڪراچيءَ ۾ سرگرم رهي ڇاڪاڻ جو تن ڏينهن ۾ بلوچستان ۾ تعليمي ادارا گهٽ هئا ۽ بلوچ سان واسطو رکندڙ شاگرد ڪراچيءَ ۾ پڙهندا هئا. هي شاگرد تنظيم نعپ، بلوچ قوم پرست اڳواڻن ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي زير اثر رهي. سنڌ ۾ جيڪب آباد، سنڌ يونيورسٽي ۽ زرعي ڪاليج/ زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ هن تنظيم جا يونٽ رهيا آهن. 1970ع ۾ ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ نعپ جي پليٽ فارم تان قومي اسيمبلي جي چونڊ کٽي. 1973ع کان 77ع تائين هن تنظيم جي ڪارڪنن هٿيار بند مزاحمتي گوريلا جنگ ۾ پڻ حصو ورتو. بلوچستان جي اڄوڪي سياسي اڳواڻن سان ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ، عبدالمالڪ بلوچ، ثناءُ الله بلوچ، الهنواز بلوچ، غلام محمد بلوچ ۽ ٻيا بي. ايس. او جي ئي پيداوار آهن. هيءَ تنظيم نعپ جي حامي رهي. پر ان تي بندش ۽ بعد وارن واقعن ڪري تنظيم ۾ مختلف رجحان پيدا ٿيا. ستر واري ڏهاڪي ۾ بلوچستان ۾ وڌيڪ تعليمي ادارا کلڻ بعد صوبي جي مختلف علائقن ۾ ان جا يونٽ قائم ٿيا. ائين بلوچستان ۾ وچولي طبقي جي سياست رائج ڪرڻ جي باني ڪار بڻي.

**بلوچ، تاج:** سنڌي ٻوليءَ جي نامياري شاعر تاج بلوچ جو پورو نالو تاج محمد بُلو (جتوئي) آهي، جڏهن ته ادبي دنيا ۾ تاج بلوچ جي نالي سان مشهور آهي. هن ضلعي سکر جي تعلقي بني عاقل جي ڳوٺ سردار محمد مراد خان بُلي ۾ 25 مئي 1940ع تي جنم ورتو خزاني کاتي ۾ مختلف ضلعن ۾ ٽريزري آفيسر رهيو تاج بلوچ جو شمار غزل ۽ نظم جي بهترين شاعرن ۾ ٿئي ٿو سندس شاعري جا چار مجموعا ڇپيل آهن: (1) 'درد جو صحرا' (1970ع)، (2) 'خوشبو جو زهر' (1987ع)، (3) 'لفظن جو ماتم' (1994ع)، (4) 'دل جزيرو اداس موسمن جو' (2004ع).



تاج بلوچ جي فن تي ٽماهي مهراڻ جي 'سوانح نمبر 1990ع' ۾ مولانا غلام محمد گرامي لکي ٿو ته، "تاج بلوچ جي تخليق (شاعري) ۾ اهي سڀ معيار موجود آهن، جيڪي هڪ بهترين غزل گو شاعر لاءِ لازم ٿي سگهن ٿا. سندس انداز بيان ۾ شوخي، دليري، بيباڪي، پختگي ۽ برجستگي آهي.

تاج فني نقطهٔ نگاهه کان جماليات ۽ خمريات جو شاعر آهي، سندس فن ۾ قديم ۽ جديد خيالات ۽ فن جي آميزش آهي. ننڍن بحرن ۾ سندس دل ۾ چهنڊڙ بيتن ۾ عجيب جنبش آهي."

تاج بلوچ سنڌ جي مشهور ادبي رسالي ماهوار "سوجهري" جو چيف ايڊيٽر آهي، جنهن جا 100 کان مٿي پرچا ڪڍي چڪو آهي. هن وقت سندس رهائش گلشن اقبال، ڪراچيءَ ۾ آهي.

**بلوچ، ڊاڪٽر عبدالحئي:** ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ، بلوچستان جو ناميارو سياستدان آهي. حئي بلوچ ڳوٺ چلگري ضلعي بولان ۾ ڀهرين فيبروري 1946ع تي ڄائو. هو 1970ع وارين چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو هو. هن ايم. بي. بي. ايس ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي ۽ شاگرد سياست ۾ ڀرپور حصو ورتائين. هي بي. ايس. او جو چيئرمين پڻ رهيو. 1988ع وارين چونڊن ۾ بلوچستان نيشنل موومينٽ جي جهنڊي هيٺ بي ايس او جي پراڻن ڪارڪنن ۽ اڳواڻن کي گڏ ڪري چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ هن جماعت بلوچستان ۾ گڏجي حڪومت پڻ ٺاهي هو بعد ۾ سينيٽر پڻ رهيو. هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اثر هيٺ پڻ رهيو. تن ننڍن صوبن جي قوم پرستن جي ٺهندڙ مختلف اتحادن ۾ پڻ شامل رهيو. هيءَ مشهور سياسي اتحاد 'پونم' جو سرگرم ميمبر پڻ رهيو آهي.



**بلوچ، عنايت:** ناميارو اديب، شاعر ۽ براڊ ڪاسٽر عنايت بلوچ جو پورو نالو عنايت الله ولد غلام نبي 'اداسي' ڪوسو بلوچ آهي. سندس والد پڻ پنهنجي دؤر جو اهم شاعر هو. سندس جنم 3 آڪٽوبر 1941ع تي ڳوٺ حاجي يار محمد ڪوسي لڳ احمد پور، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ٿيو. سندس تعليم ايم. اي (اسلامڪ هسٽري) آهي عنايت بلوچ شاعر هئڻ سان گڏ سٺو نثرنگار، نقاد ۽ لطيف جو پارکو پڻ آهي. ڪسٽمس ڪاٽي ڪراچيءَ ۾ اڪزئمننگ آفيسر جي نوڪريءَ کي خيرباد چئي، 1970ع ۾ براڊ ڪاسٽنگ جي دنيا ۾ داخل ٿيو جتي هو مختلف هنڌن تي مختلف عهدن تي رهيو. جهڙوڪ: اسسٽنٽ ريجنل ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان ڪراچي ۽ حيدرآباد، (جولاءِ 1970ع کان فيبروري 1974ع)، پروگرام مئنيجر ريڊيو اسٽيشن ڪوئيٽا ۽ ڪراچي (فيبروري 1974ع کان آگسٽ 1984ع)، اسٽيشن ڊائريڪٽر تربت، حيدرآباد ۽ اسلام آباد (ڊسمبر 1982ع کان سيپٽمبر 1995ع)، ڪنٽرولر هوم (ڊسمبر 1995ع کان نومبر 1996ع) ۽ ڊائريڪٽر پروگرامس پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن اسلام آباد (نومبر 1996ع کان 2001ع)، ان کان سواءِ پنهنجي قابليت جي بنياد تي ڪنسلٽنٽ پيمرا (PEMRA: پاڪستان اليڪٽرانڪ ميڊيا ريگيوليٽري اٿارٽي- آگسٽ 2002ع کان جنوري 2003ع) به رهيو آهي. هي مختلف خانگي ريڊيو چئنلن تي پڻ مختلف عهدن تي رهيو آهي. جهڙوڪ: جنرل مئنيجر سچل. ايف. ايم 105 (سيپٽمبر 2003ع کان ڊسمبر 2004ع) ۽ جنرل مئنيجر جوش ايف. ايم-99 مارچ 2005ع کان جنوري 2008ع).



عنايت بلوچ دنيا جي ڪيترن ملڪن مان ريڊيو سان لاڳاپيل ڪورسن، ورڪشاپن ۽ سيمينارن ۾ به شرڪت ڪئي، جن ۾ ريڊيو پراڊڪشن بي. بي. سي لنڊن (75-1974ع)، پاپوليشن ڪميونيڪيشن ايشيا پئسيفڪ انسٽيٽيوٽ فار براڊ ڪاسٽنگ ڊولپمينٽ ڪوالالمپور، ملائيشيا (1980ع)، اسٽڊي ٽوئر وائيس آف آمريڪا ريڊيو/ ٽي. وي نيٽ ورڪ وغيره (1986ع)، براڊ ڪاسٽ مئنيجمينٽ D.W، جرمني (1997ع)، مئنيجمينٽ آف چينج فار براڊ ڪاسٽرس D.W-A.M.I.C (ايشين ميڊيا انفرميشن سينٽر)، سينگاپور (1998ع)، براڊ ڪاسٽنگ ايگزيڪيوٽوز سيمينار، جپان انٽرنيشنل ڪوآپريشن ايجنسي جپان (2000ع).

عنايت بلوچ کي ريڊيو پاڪستان جي نمائندي جي حيثيت سان به دفعا محترمه بينظير ڀٽو شهيد سان گڏجي ٻاهرين ملڪن جي سفر ڪرڻ جو اعزاز مليو پهريون ڀيرو 1989ع ۾ جڏهن محترمه بينظير ڀٽو وزيراعظم جي حيثيت سان ترڪيءَ ۽ عراق جو دؤرو ڪيو ۽ ٻئي دفعي 1994ع ۾ جڏهن محترمه ٻيهر وزيراعظم ٿي ته هن 1994ع ۾ برطانيه جو سرڪاري دورو ڪيو. عنايت بلوچ طرفان، محترمه بينظير ڀٽو شهيد جي دؤري تي مشتمل ريڊيو رپورٽن کي تمام گهڻو ساراهيو ويو هو.

ان کان سواءِ عنايت بلوچ، ريڊيو پاڪستان جو واحد براڊڪاسٽر آهي، جنهن کي به دفعا ڪرڪيٽ ورلڊ ڪپ جي ڪوريج جي سلسلي ۾ ٻاهر موڪليو ويو پهريون ڀيرو 1983ع ۾ ٽئين پروڊينشل ورلڊ ڪپ جي ڪمينٽريءَ جي انتظامن ڪرڻ لاءِ ڪيس انگلينڊ ۽ ويلز موڪليو ويو. ٻئي دفعي 1992ع ۾ پنجين بينسن ۽ هيجز ورلڊ ڪرڪيٽ ڪپ جي سلسلي ۾ عنايت بلوچ آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ ويو، جتي خوش قسمتيءَ سان ڪپتان عمران خان جي سربراهيءَ ۾ پاڪستان پنجون ورلڊ ڪپ کٽي دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو عنايت بلوچ کي اهو اعزاز به حاصل آهي ته سندس نالو World's Who's Who of Poetry ۾ آيل آهي. اهو ايڊيشن انٽرنيشنل بايوگرافيڪل سينٽر، ڪئمبرج انگلنڊ مان 1978ع ۾ شايع ٿيو هو ان جرنل ۾ سنڌي اديبن مان ٻيو نالو فهميده ميمڻ (حسين) جو هو.

عنايت بلوچ کي مڃتا طور ڪيترائي اوارڊ ۽ ميڊل پڻ مليا آهن. 1987ع ۾ ڪيس وزيراعظم هٿان "شهباز گولڊ ميڊل" مليو ۽ پاڪستان رائٽرس گلڊ طرفان سندس شاعريءَ جي ڪتاب 'تند ڪنارو ڪنڌ' ۽ سندس سفرنامي 'پرين جي پرديس' تي ڪيس انعام ڏنا ويا. سنڌ ماٽڪ موتي تنظيم طرفان سندس خدمتن تي تاج پوشي ڪئي وئي. پاڻ 'بزم تعمير ادب' جو صدر رهيو آهي. ان کان علاوه ٻين ڪيترن اعزازي عهدن تي پڻ فائز رهيو آهي، جن ۾ اردو سنڌي لٽريري فورم جو سيڪريٽري (1980-1973ع)، سنڌ ڪلچر ۽ لٽريچر ڊولپمينٽ جو ميمبر ۽ حيدرآباد جيمخاني جو تاحيات ميمبر پڻ آهي. سندس تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1). "تند ڪنارو ڪنڌ" (شاعري: 1981ع)، (2). "پرين جي پرديس" (سفرنامو: 1984ع)، (3). "پرديسي ڪهڙا پرين" (سفرنامو: 1987ع)، (4). "سهسين ٿيا سارنگ" (سفرنامو: 1995ع).

مٿي ڄاڻايل سندس ذاتي تصنيفن کان سواءِ عنايت بلوچ سنڌ جي مشهور ادبي شخصيتن جا ڪتاب پڻ ترتيب ڏنا آهن. جهڙوڪ: (1) "سپ ۾ پنهون پاڻ" (مير سڪندر خان ڪوسي جو ڪلام: 1974ع ۾ ڇپيل)، (2) "ڪي پڙاڏا، ڪي سڏ" (جي. الانا جي سنڌي شاعري: 1981ع ۾ ڇپيل)، (3) "پيارن جا پيغام" (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي خطن جي ترتيب 2008ع ۾ ڇپيل).

عنايت بلوچ، سرڪاري ڪمن ڪارڻ، سيمينارن ورڪشاپن وغيره جي سانگي سيهي سان هيٺ ڄاڻايل ملڪن جو دؤرو ڪري چڪو آهي:

آمريڪا، ڪئناڊا، برطانيه (جتي هو ڪيترا ڀيرا ويو آهي ۽ پنهنجن پسنديده شاعرن شيڪسپيئر ۽ وردس ورٿ جي مزارن تي به ويو ۽ اتي ويهي نظم تخليق ڪيائين)، جرمني، جپان، سينگاپور، سعودي عرب، مليشيا، ايران، عراق، ترڪي، آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ.

عنايت بلوچ هن وقت سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر آهي ۽ قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**بلوچستان:** بلوچستان، سنڌ جو پاڙيسري ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان پاڪستان جو سڀ کان وڏو ۽ آباديءَ جي لحاظ کان ننڍو صوبو آهي. هن جي اتر ۾ صوبو سرحد، اولهه ۾ ايران، اتر- اولهه ۾ افغانستان، اوڀر ۾ سنڌ ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي. بلوچستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪوئيٽا آهي. هن صوبي ۾ چار ڊويزنون، ڪوئيٽا، سبي، قلات ۽ مڪران آهن. 17 ضلعا هرهڪ ڪوئيٽا،




لورالائي، پشين، زوب، چاغي، سبي، ڪڇي، نصيرآباد، ڪوهلو ايجنسي، ڏيرو بگٽي، قلات، خضدار، لس ٻيلو خاران، مڪران، گوادر ۽ پنجگور آهن. آثار قديمه جي جديد ۽ هاڻوڪين کوٽاين مان بلوچستان ۾ مهر ڳڙهه ۽ نوشهره ۾ انساني آبادين جا آثار اهڃاڻ مليا آهن. تاريخ جي ابتدائي ورقن مان معلوم ٿو ٿئي ته بلوچستان دارا اعظم جي سلطنت جو به حصو رهيو آهي. سڪندراعظم اتر هندوستان جي مهم کان پوءِ جڏهن واپس يونان وريو ته هو پنهنجي لشڪر سميت لس ٻيلي ۽ مڪران جي رستي ئي ويو هو سڪندر جي وفات کان پوءِ بلوچستان وارو ملڪ سندس گورنر سيلوڪس جي هٿ هيٺ رهيو ان کانپوءِ باخترين جي تسلط ۾ آيو نوشيروان عادل جي زماني (577ع- 529ع) ۾ بلوچستان، ساساني سلطنت جو حصو بڻيو.

بلوچستان ۽ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن، وڻج ۽ واپار توڙي جاگرافيائي حالتن مان معلوم ٿو ٿئي ته قديم زماني کان سنڌ ۽ بلوچستان جا پاڻ ۾ گهاٽا ناتا رهيا آهن. خاص ڪري سبي، ڪڇي، قلات، لورالائي، مڪران، لس ٻيلو ۽ سمورو ساموندي ساحل، قديم سنڌ جي سياسي، سماجي، تهذيبي، تمدني ۽ اقتصادي اثر هيٺ رهيا آهن. قديم زماني ۾ بلوچستان وارو علائقو هڪ طرف واديءِ سنڌ ۽ ٻئي طرف مغربي ايشيا جي ترقي يافته ملڪن جي وچ ۾ سنگم جي حيثيت رکندو هو ان زماني ۾ مشرق قريب ۽ ايران کان ايندڙ اهم رستا بلوچستان جي مختلف علائقن مان لنگهندا هئا ۽ واديءِ سنڌ ۾ داخل ٿيندا هئا. انهيءَ لحاظ سان

بلوچستان جو هيءُ ڪوهستاني خطو قديم زماني کان ٻنهي طرفن جي تهذيبن جي وچ ۾ باهمي ميل جول لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندو هو سبي ۽ ڪڇيءَ واري علائقي تي سنڌ جو سياسي ۽ سماجي تسلط، آڳاٽي زماني کان ثابت لئي ٿو آڳاٽن اهڃاڻن مان پتو پوي ٿو ته جڏهن واديءِ سنڌ تي راءِ گهراڻي جي حڪومت (450ع کان 642ع) هوندي هئي، ان وقت سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارو علائقو به هن گهراڻي جي حڪومت جي حدن ۾ شامل هو راءِ سهيرس جي حڪومت جون حدون اوڀر ۾ ڪشمير اولهه ۾ مڪران، ڏکڻ ۾ ساموندي ساحل تائين ۽ اتر ۾ ڪوهه ڪردان يعني ڪردن جي ٻهاڙن ۽ ڪيڪانان تائين پکڙيل هيون. قلات، ساراوان ۽ جهالاوان جون رياستون هن سرحد ۾ اچي ٿي ويون. 642ع ۾ جڏهن چچ برهمڻ سنڌ جي حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ برهمڻ گهراڻي جي راڄ جو پايو وڌو، تڏهن هن مڪران کان وٺي ڪرمان تائين، ۽ قنڌار کان وٺي هيٺ، پنهنجيءَ حڪومت جي سرحدن جا قلعا مضبوط ڪرايا. اهڙيءَ طرح محمد بن قاسم جي سنڌ تي فتح واري عرصيٰ (712ع) تائين، هيءُ خطو (سبي_ ڪڇي) سنڌ جي حڪومت جي سرحدن ۾ شامل هوندو هو. سنڌ جي عباسي گورنر هشام بن عمر تغلبيءَ جي زماني ۾ گنداوا تي چڙهي آيو اتي جي حاڪم کي هٽائي، اتي جو انتظام درست ڪيائين ۽ سارو ملڪ منصوره حڪومت جي تلسط هيٺ رکيائين. قطب الدين جي وفات کان پوءِ التمش جي دهليءَ واري راڄ جي زماني (607ھ/ 1210ع) ۾، ناصرالدين قباچه سنڌ ۾ آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو ان وقت سبي ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا سندس قبضي هيٺ هئا. سمن جي دؤر (1351ع کان 1521ع) ۾ سندن حڪومت جون حدون اتر ۾ سبيءَ تائين هيون. اهو سڄو علائقو سندن قبضي ۾ هوندو هو. ڄام نندي جي حڪومت (914ھ/ 1508ع) تائين سبيءَ وارو خطو سنڌ سان شامل هوندو هو. 1470ع ۾ هرات جي سلطان، حسين مرزا پنهنجيءَ حڪومت جون حدون ڪوئيٽا تائين وڌايون ۽ پشين ۽ سبيءَ وارا علائقا امير شجاع الدين ذوالنون ارغون جي حوالي ڪيا. امير ذوالنون جي مرڻ کانپوءِ شاهه بيگ ارغون، حڪومت جون واڳون سنڀاليون. سندس ڏينهن ۾ محمد خان شيبانيءَ (خراسان جي حاڪم) قنڌار تي حملو ڪرڻ جو ارادو ڪيو. شاهه بيگ، محمد خان شيبانيءَ ڏانهن پنهنجا ايلچي موڪليا ۽ اطاعت جو اظهار ڪيائين. محمد خان انهيءَ تي راضي ٿي واپس موٽي ويو. ان کان پوءِ هڪ پاسي شاهه اسماعيل صوفي ثاني، ته ٻئي پاسي بابر بادشاهه زور هئا. شاهه بيگ کي اچي خوف ورايو. انهيءَ ڪري 917ھ/ 1511ع ۾ سيويءَ (سبي) تي حملو ڪيائين. هو جڏهن سيويءَ جي ٻاهران پهتو، تڏهن قلعي کي گهيرو ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ سيويءَ تي سلطان پيرولي برلاس جي اولاد جو قبضو هو ۽ ٽي هزار بلوچ جوان قلعي جا نگران هئا. هن حملي ۾ شاهه بيگ کي فتح نصيب ٿي.

شاهه بيگ اتي مرزا عيسيٰ ترخان کي مقرر ڪري پاڻ قنڌار موٽي ويو. 924ھ/ 1518ع جي آخر ڌاري شاهه بيگ ارغون سنڌ تي حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو سلطان علي ارغون ۽ زيبڪ ترخان کي سبيءَ (سيويءَ) جي قلعي تي محافظ مقرر ڪري، ٽي هزار سوار ساڻ ڪري سنڌ تي ڪاهي آيو پر ڪامياب ڪونه ٿيو هن ٻيهر حملو ڪيو آخر 11 محرم 927ھ/ 1520ع تي شاهه بيگ ٺٽي ۾ فاتح جي حيثيت ۾ داخل ٿيو 22 شعبان، سال 928ھ/ 1522ع ۾ شاهه بيگ ارغون وفات ڪئي. سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ، مرزاشاهه حسن ارغون حڪومت جون واڳون سنڀاليون. هن 1523ع ۾ مير افضل ڪوڪلتاش جي فرزند کي سبيءَ تي پنهنجو نواب مقرر ڪري موڪليو. اهڙيءَ طرح ارغونن کانپوءِ ترخان گهراڻي جي حڪومت تائين يعني مرزا جاني

بيگ جي راڄ تائين. سبيءَ وارو خطو سنڌ جي حڪومت هيٺ رهيو. جڏهن مغل فوجن، اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾، مرزا جاني بيگ کي شڪست ڏيئي،



سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن بکر جي سرڪار وارو سڄو علائقو ملتان صوبي سان ملايو ويو ۽ سبيءَ جو انتظام بکر سرڪار جي حوالي ڪيو ويو. اتي مغل فوج جا 1500 گهوڙي سوار ۽ 1500 پيادا سپاهي رکيا ويا. ميان يارمحمد ڪلهوڙي پنهنجي دؤر ۾ سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا سنڌ سان شامل ڪيا. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي حاڪم ٿيڻ وقت، سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا سنڌ جي سرحد ۾ شامل هئا. ميان نورمحمد اتي پنهنجو نائب مقرر ڪيو. ميان نورمحمد سنڌ جي سرحدي پرڳڻي، چانڊڪا جو تخت گاهه لاڙڪاڻي کي بنايو، اتي ڪچو قلعو پڻ اڏايائين ۽ مٿس توپون رکائي، ڏهه هزار لشڪر شاهه بهاري جهنجهڻ جي نگرانيءَ هيٺ مقرر ڪيائين. جڏهن ميان صاحب وفات ڪئي، تڏهن وصيت نامي ۾ ڪڇيءَ وارو علائقو پنهنجي پٽ ميان محمد مراد ياب خان کي ڏنو هئائين. ٽالپرن جي دؤر حڪومت (1783ع- 1843ع) ۾ جڏهن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو، تڏهن سبيءَ ۽ ڪڇيءَ وارا علائقا خيرپور وارن ٽالپرن جي حڪومت جو حصو رهيا. حيدرآباد واري مير مراد علي خان جي وفات کان پوءِ، خيرپور جي مير رستم خان، پنهنجي رياست پنهنجن پٽن ۾ ورهائي. ان وقت خيرپور رياست جون حدون هي هيون: اتر ۾ سبزل ڪوٽ ۽ ڪشمور تائين، اڀرندي طرف تر ۽ جيسلمير تائين، الهندي ڏي ڪڇي ۽ گنڊاوا تائين ۽ ڏکڻ طرف نوشهري تائين. مير سهراب خان، افغانن جا ڪي پرڳڻا پڻ هٿ ڪيا، جن کي ’مغلي‘ سڏيندا هئا. هن حاڪم بلوچن جا به ڪي پرڳڻا هٿ ڪيا، جن کي ’بڙديڪ‘ چوندا هئا. مير سهراب خان 1830ع ۾ وفات ڪئي، سندس وصيت موجب سندس ملڪ خيرپور کي سندس ٻن پٽن مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان ۽ سندس ٽن پوٽن مير محمد حسن خان بن مير رستم خان، مير محمد خان بن مير غلام حيدر خان ۽ مير نصير بن مير مبارڪ خان جي وچ ۾ ورهائي ڏنو ويو. هن سموري بيان مان هي ثابت ٿئي ٿو ته سبيءَ ۽ ڪڇيءَ جا علائقا قديم زماني کان سنڌ جي حڪومت جو حصو رهيا آهن، تنهنڪري انهن علائقن ۾ سنڌي زبان کي نه فقط وڌڻ ۽ ويجهڻ جو وجهه مليو، پر انهن خطن ۾ سنڌي زبان مادري زبان طور پڻ ڳالهائجڻ لڳي.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، بلوچستان ۾ ننڍيون ننڍيون رياستون هونديون هيون، جهڙوڪ: قلات، لس ٻيلو مڪران، گوادر ۽ ڊادر وغيره. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جيئن ٽيڪ بلوچستان به نئين ملڪ جو صوبو بڻيو پر ان جي پنهنجي اسيمبلي نه هئي. انتظامي لحاظ کان بلوچستان سنڌ سان ڳنڍيل رهيو ون يونٽ ٽٽڻ (1970ع) کان پوءِ بلوچستان باقاعدي الڳ انتظامي صوبو بڻيو هيئنر بلوچستان هڪ الڳ ۽ مستقل صوبو آهي. بلوچستان جو اڪثر علائقو جابلو آهي، تنهنڪري هتي گرمين ۾ سخت گرمي ۽ سياري ۾ سخت سيءُ پوندو آهي. ڪجهه علائقن ۾ ته ٻارهن ئي مهينا سيءُ هوندو آهي. بلوچستان ۾ وڏي ۾ وڏي جابلو چوٽي 'ڪوهه سليمان' آهي، جيڪا 12 هزار فوٽ اوچي آهي. بلوچستان ۾ درياهه اوڀر طرف کان آهن، جنهنڪري زرعي پيداوار انهيءَ طرف ٿيندي آهي. زرعي پيداوار ۾ اڪثر جانور، تماڪ، مڪائي ۽ ڪٽڪ اُپائي ويندي آهي. معدني لحاظ کان، پهريون ڀيرو بلوچستان ۾ 1887ع ۾ تيل جا کوهه لڌا ويا. هن وقت ڪافي هنڌن تي تيل کان سواءِ ڪوئلو به لڌو ويو. 1952ع ۾ سبيءَ جي هڪ ڳوٺ "سوئي" مان گئس لڌي وئي، جيڪا پاڪستان جي ڪيترن ئي علائقن ۾ پائيپ لائين وسيلي پهچائي وئي آهي. هڪ اندازي موجب ان علائقي ۾ اٽڪل 10 ڪرب ٽن گئس موجود آهي. ان کان سواءِ بلوچستان مان ڪروم، سنگ مرمر، سُرمو ۽ شيشو به لڌو ويو آهي. بلوچستان ۾ گهريلو صنعتون به ترقي ڪري رهيون آهن. بلوچستان جي سامونڊي ڪناري تي سون مياڻي، اور ماڙا، ڪلمت، پسني، جيوني ۽ گوادر جهڙا بندر، بلوچستان جا سنڌ سميت ٻاهرين ملڪن سان تجارتي تعلقات قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. بلوچستان سان سنڌ جا گهرا لاڳاپا رهيا آهن. سنڌ ۾ ڪراچيءَ ۽ جيڪب آباد وارا علائقا بلوچستان سان لڳو لڳ هئڻ سبب، سنڌ ۽ بلوچستان جا نه صرف تجارتي، پر سياسي ۽ ثقافتي تعلق به مضبوط ٿيا آهن. سنڌي ۽ بلوچ ماڻهن جي مزاج ۾ تمام گهڻي هم آهنگي هئڻ سبب سنڌ ۽ بلوچستان هڪ ٻئي کي تمام ويجها رهيا آهن ۽ ڏينهون ڏينهن انهن جا تعلقات مضبوط ٿيندا رهن ٿا. 1955ع ۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي هڪ ماهر ڊاڪٽر "هينري فيلڊ" پنهنجي مضمون "West Pakistan Anthropological Survey" ۾ ڌار ڌار ٻولين جي في سيڪڙي جي باري ۾ جيڪي انگ اکر ڏنا آهن، انهن موجب بلوچستان جي 9 ضلعن مان 5 ضلعن ۾ 30 سيڪڙو سنڌي ڳالهائي ويندي هئي. ان کان پوءِ 1961ع واري آدمشماريءَ موجب بلوچستان ۾ 9 ضلعن مان 7 ضلعن ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا. لسانيات جا ماهر چون ٿا ته بلوچستان صوبي اندر سيني خطن جي ماڻهن جي رابطي جي زبان سنڌي آهي.

**بلوچستان جي مختصر تاريخ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف رحيمداد خان مولائي شيدائي آهي. 153 صفحن وارو هيءُ ڪتاب، نوٽ بوڪ سائيز ۾ آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو سال 1941ع ۾ ايس. جي آڏواڻيءَ اليڪٽرانڪ پرنٽنگ پريس، سکر ۾ ڇپيو. ڪتاب جو مُلهه 2 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ بلوچستان جي علائقائي تاريخ، ثقافت ۽ تهذيب بابت مواد ڏنل آهي. ان کان سواءِ بلوچستان جي سردارن ۽ تاريخي اڳواڻن جو پڻ ذڪر ڪيو ويو آهي.

**بلوچ سرور**: مشهور براڊ ڪاسٽر سرور بلوچ، دڙي محلي لاڙڪاڻي ۾ 23 مارچ 1929ع تي جنم ورتو. پرائمري تعليم دڙي محلي مان ۽ ميٽرڪ ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ۽ بي. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. هن مختلف نوڪريون ڪيون، جهڙوڪ دڙي محلي جي اسڪول ۾ پرائمري ماستر ٿيو، رائل ٽاڪيز (سئنيما) ۾ بڪنگ ڪلارڪ طور ڪم ڪيائين. ان وقت ڪرما باغ لاڙڪاڻي ۾ لوڪل براڊ ڪاسٽنگ ٿيندي هئي، جتي



1943ع کان 1945ع تائين اناؤنسر رهيو. کيس ڳائڻ جو بہ شوق هو. ان ڪري 1958ع کان ريڊيو پاڪستان ۽ ڪراچيءَ سان وابستگي ٿيس. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو اسٽاف آرٽسٽ ۽ اناؤنسر ٿيو. "جمهور جي آواز" پروگرام ۾ ڪمال خان جو ڪردار ادا ڪيائين. ڊرامن ۾ "صوتي اثرات" ڏنائين. لوڪ گيتن کي ريڊيو تان متعارف ڪرايائين "ٻارن جي ٻاري پروگرام "جو "ادا" رهيو ريڊيو جي سدا بهار پروگرامن "اوهان جو خط پهتو"، "سيرت النبيءَ مان اقتباس"، "ٻارن جي ٻاري"، "اوهان جي فرمائش"، "يونيورسٽي مئگزن"، "گيتن ڀريون ڪهاڻيون" وغيره مقبول بنائڻ ۾ سرور بلوچ جو وڏو هٿ آهي. پروڊيوسر جي حيثيت ۾ لازوال پروگرامن جي تخليق ڪري، انهن تي شاهہ جي بيتن جا نالا ڏنائين، جن ۾ "ڪڙو منجهہ ڪڙي"، "لوچين سي لهن"، "ويا سي وينجهار"، "چارڻ چوريو چنگ" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سرور بلوچ 1986ع ۾ سينيئر پروڊيوسر بڻيو. 23 مارچ 1989ع تي رٽائر ڪيائين ۽ 2 جنوري 1990ع تي فجر جي وقت هن دنيا مان، ريڊيو جو هي امر آواز هميشہ لاءِ پرواز ڪري ويو.

**بلوچ، صحبت علي:** شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار بلوچ صحبت علي جو اصل نالو صحبت علي لنڊ آهي. هي ڀهرين جنوري 1974ع تي دادو شهر جي 'ڇاڇي' (شاهه آباد) محلي ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم ايل ايل بي ۽ ايل ايل ايم آهي. هي وڪالت جي پيشي سان وابستہ آهي ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي. سندس هڪ ڪتاب "البرٽ آئن اسٽائن جي جيون ڪٿا" 2006ع ۾ ڇپيل آهي. ان کان سواءِ سندس بہ ڪتاب 'سوجهرن جا سفير' ۽ 'سيتا جا سدابهار ماڻهو' (2004ع) پڻ ڇپيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي نالي وارن اديبن جا انٽرويو شامل آهن. وٽس ڪجهہ ڪتاب اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن.



**بلوچ قبرستان:** چوڪنديءَ کان اتر ۾ هڪ ٻيو قبرستان، "بلوچن جو قبرستان" جي نالي سان سڏبو آهي، جيڪو 17 ۽ 18 صديءَ جو آهي. هن قبرستان ڏانهن وڃڻ لاءِ هڪ رستو مراد ميمڻ ڳوٺ (ملير) کان وڃي ٿو ٻيو رستو سپرهاءِوي کان پنج ڇهہ ڪلوميٽر پرڀرو ٿيندو. قبرستان، دنبا ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ ٿڌي نئن جي ڪنڌيءَ تي آهي. هتي ڪن قبرن جي اوچائي 11 فوٽن تائين آهي. قبرستان ۾ ڪرمتين جي سردار، ملڪ طوطا خان جي قبر بہ آهي.

**بلوچ ناصر:** ناصر بلوچ ڪراچيءَ جو رهاڪو پ پ پ جو ڪارڪن پاڪستان اسٽيل مل جو ملازم هو. 1983ع واري ايم. آر. ڊي جي تحريڪ واري زماني ۾ هو سينٽرل جيل ڪراچيءَ ۾ قيد هو تڏهن سندس سنڌ جي ڪيترن ئي سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان ملاقاتون ٿيون. هن ڪي مرتضيٰ ڀٽي سان گڏ 2 مارچ 1981ع تي ڪراچيءَ کان پشاور ويندڙ پي آءِ اي جي بوئنگ 737 کي اغوا ڪرڻ واري ڪيس ۾، خاص فوجي عدالت 4 نومبر 1984ع تي سزا ٻڌائي ۽ کيس 4 مارچ 1985ع تي سينٽرل جيل ۾ ڦاسي ڏني وئي. ناصر بلوچ ۽ سندس ساٿيءَ عيسيٰ بلوچ تي الزام هو تہ هنن هنهي جهاز تائين هٿيارن پهچائڻ ۾ مدد ڪئي هئي. هن جهاز جي اغوا جو الزام 'الذوالفقار' تنظيم تي مڙهيو ويو هو. ناصر بلوچ سان گڏ هن ڪيس ۾ سيف الله لاشاري، ايوب ملڪ، عيسيٰ بلوچ بہ شامل هئا.

**بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر:** سنڌ جو نامور عالم، اديب، لسانيات، لوڪ ادب ۽ لطيفيات جو پارکو ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 16 ڊسمبر 1917ع ۾، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو سنڌ جي تاريخ، لوڪ ادب، ٻوليءَ، ڪلاسيڪي شاعريءَ، موسيقيءَ ۽ لطيفيات جي موضوعن تي وڏي جاکوڙ ۽ تحقيق وسيلي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو املهہ خزانو متعدد ڪتابن جي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو اٿس. ڊاڪٽر صاحب کي سنڌي، اردو، عربي، فارسي، انگريزي ۽ سرائيڪي زبانن تي عبور حاصل آهي. 1924ع ۾ پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳوٺ ڀليي خان لغاريءَ جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو ان کان پوءِ ڳوٺ 22 جمڙائوءَ ۾ پڙهيو 1929ع ۾ نوشهري فيروز جي مشهور مدرسي ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو 1936ع ۾ جهونا ڳڙهہ ڪاليج، بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1941ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي آنرز جو امتحان فرسٽ ڊويزن ٿرڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. 1943ع ۾ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهہ مان ايم. اي جو امتحان فرسٽ ڊويزن فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪري ساڳئي ئي سال مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهہ مان وڪالت جو امتحان فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين. 1947ع ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ مان ايڊيوڪيشن جي موضوع تي ايم. اي ڪيائين ۽ 1949ع ۾ ساڳئي موضوع تي، ساڳي يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري ملڻ کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ کي اقوام متحده ۾ نوڪريءَ جي آڇ ٿي، پر پاڻ قبول نہ ڪيائين. 1950ع ڌاري انفرميشن ۽ براڊ ڪاسٽنگ ڊويزن ۾ O.S.D (آفيسر بڪارخاص) مقرر ٿيو ان بعد مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن ذريعي دمشق جي پاڪستاني سفارتخاني ۾ تعلقاتِ عامہ شعبي ۾ مقرر ٿيو. پر ڊاڪٽر صاحب تعليم ذريعي سنڌ ۾



سجاڳي آڻڻ لاءِ ان عهدي تان استعيفيٰ ڏني ۽ علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي ترغيب تي سيپٽمبر 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن ۾ پهرين پروفيسر پوءِ ڊائريڪٽر ۽ ڊين فيڪلٽي آف ايڊيوڪيشن بڻيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڊسمبر 1973ع کان جنوري 1976ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. جنوري 1976ع کان 9 مارچ 1979ع تائين وفاقي وزارت تعليم ۽ ثقافت ۾ آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي/ سيڪريٽري ٿي رهيو ان عرصي دوران فيڊرل رويو بورڊ جو ميمبر (1978-1979ع) ۽ ميمبر پي ڪميشن، اسلام آباد رهيو. پهرين جولاءِ کان 10 آڪٽوبر 1979ع تائين نيشنل انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ (جنهن کي بعد ۾ انسٽيٽيوٽ آف اسلامڪ هسٽري ڪلچر اينڊ

سولائيزيشن سڏيو ويو) جو ڊائريڪٽر رهيو. 22 نومبر 1980ع کان آگسٽ 1983ع تائين اسلامي يونيورسٽي (هاڻي بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي) اسلام آباد جو وائيس چانسلر ٿي رهيو. 1983ع کان 1989ع تائين نيشنل هجره ڪائونسل اسلام آباد جو صلاحڪار رهيو. 1991ع کان 1993ع تائين سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ سڪيا لاءِ قائم ڪيل اداري سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو باني چيئرمئن ٿي رهيو. 1993ع جي آخر ۾ سنڌ حڪومت ۾ نگران وزير تعليم، زراعت ۽ جهنگلي جيوت رهيو. 1991ع کان هن وقت تائين علامه آءِ. آءِ. قاضي چيئر سنڌ يونيورسٽيءَ جي اعزازي ڊائريڪٽر طور خدمتون انجام ڏئي رهيو آهي. ان کان سواءِ ملڪ جي ڪيترن ئي علمي، ادبي، تحقيقي ۽ تاريخي ادارن جو ميمبر رهيو آهي. جهڙوڪ: اٿارٽي فار موهن جو دڙو، انٽر يونيورسٽي بورڊ آف پاڪستان، چيئرمئن وائيس چانسلرس ڪميٽي آف يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن، ميمبر پاڪستان هسٽاريڪل رڪارڊ اينڊ آرڪائيوز ڪميشن، ميمبر سينٽرل اردو بورڊ لاهور، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ، ميمبر اقبال اڪيڊمي لاهور، ميمبر ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان، ميمبر سينيٽ ۽ سنڊيڪيٽ سنڌ يونيورسٽي، ميمبر اڪيڊمڪ ڪائونسل سنڌ يونيورسٽي، ميمبر سنڊيڪيٽ ۽ اڪيڊمڪ ڪائونسل قائداعظم يونيورسٽي، ميمبر لوڪ ورثو، ميمبر مقتدره قومي زبان، ميمبر قائداعظم اڪيڊمي، ميمبر پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف آرٽس، ميمبر سر سيد يونيورسٽي آف سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، ميمبر بورڊ آف گورنرس سنڌي لئنگئيج اٿارٽي وغيره. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ائمريٽس پڻ آهي.

ڊاڪٽر صاحب جي علمي، ادبي، تحقيقي ڪمن جو ڪجهه وچور هن ريت آهي.

1. **جامع سنڌي لغات:** سنڌي ادبي بورڊ طرفان جامع سنڌي لغات جي ترتيب ۽ تاليف جو هيءُ اهم ڪم 1954ع ڌاري ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيو ويو، جيڪو پوءِ مختلف وقتن تي پنجن ضخيم جلدن جي صورت ۾ شايع ٿيو. هي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ تمام وڏو ڪم هو، جيڪو ڊاڪٽر صاحب جي نگرانيءَ ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي استادن ۽ عالمن گڏجي ڏينهن رات هڪ ڪري پورو ڪيو.

2. **اردو سنڌي ۽ سنڌي اردو لغت:** علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي خواهش تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي هن تاريخي رٿا تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان گڏجي ڪم ڪيو ۽ هي ٻئي لغتون 1960-1959ع ڌاري ڇپجي پڌريون ٿيون.

3. **سنڌي لوڪ ادب واري رٿا:** سنڌي ادبي بورڊ طرفان هيءَ رٿا 1956ع ۾ منظور ٿي، جنهن جي سموري نگراني ڊاڪٽر صاحب ڪئي. سنڌ جي سمورن ضلعن مان سگهڙن، لوڪ شاعرن ۽ ڳوٺاڻن بزرگن لوڪ ادب جون مختلف صنفون ڪيس موڪليون. ان کانسواءِ ڪين پاڻ گهرائي انهن سان ڪچهريون ڪري مواد گڏ ڪيائين. هن رٿا هيٺ لوڪ ادب سلسلي جا 40 جلد شايع ٿيا، جڏهن ته ذاتي طرح ڊاڪٽر صاحب ان ڏس ۾ وڌيڪ ڏهاڪو ڪتاب لکيا آهن، جيڪي مختلف ادارن ڇپايا آهن. لوڪ ادب سلسلي جي 40 جلدن مان ڪجهه اهم هي آهن.

سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ست جلد)، مداحون ۽ مناجاتون، سنڌي سينگار شاعري، ڙڳ بيت، مناظرا، سنڌ جا عشقيه داستان (8 جلد)، ڪافيون (3 جلد)، مناقبا، معجزا، مولود، ٽيهه اکريون (ٻه جلد)، هفتا ڏينهن راتيون ۽ مهينا، جنگناما، واقعاتي بيت، پروليون، ڏڦون، معمائون ۽ ٻول، ڳجهارتون، ڳيچ (ٻه جلد)، لوڪ گيت، بيت، مشهور سنڌي قصا (ٻه جلد)، مشهور سنڌي عشقيه ۽ نيم تاريخي قصا (9 جلد)، رسمون، رواج ۽ سئوڻ ساڻ، سنڌي هنر شاعري، سومرا دور (2 جلد) وغيره.

4. **شاهه جي رسالي واري رٿا:** شاهه جي رسالي جو جامع مستند ۽ معياري متن شايع ڪرڻ واري هن رٿا تي موجود ڇاپي ۽ قلمي نسخن کي پيٽي 10 جلد ڇپايائين، جن ۾ 9-8 گڏيل جلد شاهه جو رسالو ۽ ڏهون جلد شاهه جي رسالي ۾ شامل ڏارئين ڪلام تي مشتمل آهي. تازو 2009ع ۾ بلوچ صاحب جو تيار ڪيل شاهه جي رسالي جو مستند ۽ سڌاريل ايڊيشن، ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ اڳ خارج ڪيل ڪلام پڻ شامل ڪيو اٿس. ان کان سواءِ شاهه جا مختلف قلمي نسخا ترتيب ڏيڻ سان گڏ شاهه جي ڪلام جا سرچشمن، ترتيب متعلق ڪتابن شايع ڪرڻ سان گڏ بلوچ صاحب شاهه جي مختلف سُرن تي ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران ٿيندڙ مذاڪرن ۾ پيش ٿيل مواد کي پڻ ڪيترن ڪتابن جي صورت ۾ ترتيب ڏئي ڇپايو آهي.

5. **ڪلاسيڪي شاعرن جو ڪلام:** هن رٿا هيٺ ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن جي زندگيءَ، دؤر ۽ ڪلام کي مختلف عالمن ۽ استادن جي مدد سان هٿ ڪري، لکرائي سهيڙيو آهي، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي:

قاضي قادن جو رسالو شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام، ميين شاهه عنات جو ڪلام، خليفي نبي بخش جو رسالو، شاهه شريف پاڏائيءَ جو رسالو، راڳ نامو: صوفي صادق فقير سومرو، رسالو غلام محمد خانزئيءَ جو ڪليات حمل، ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري، ڪليات سانگي وغيره.

6. **سنڌي ٻولي، ادب، تاريخ ۽ موسيقي:** ڊاڪٽر صاحب جا هنن موضوعن تي 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ'، 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ'، 'سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي'، 'سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو'، 'جتڪي ٻولي'، 'ٻيلاين جا ٻول'، 'سومرن جو دور' (2 جلد) 'چچ نامو' (مقدمو، تدوين ۽ حاشيا) ۽ ٻيا ڪتاب شايع ٿيل آهن. سندن متفرق ڪتابن ۾: سپ رنگ، مٺي جي مچي، ڪاري جي مچي، منهنجو ڳوٺ: جعفر خان لغاري، رهاڻ هيرن ڪاڻ (8 جلد)، لاکو ڦلاڻي، گڏهه، پيارن جا پيغام، سڄڻن جا سلام وغيره اچي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر صاحب جي اردو ڪتابن ۾ "سنده مين اردو شاعري، مولانا آزاد سبحاني، ديوان ماتم، ديوان شوق افزا عرف ديوان صابر، طلبه اور تعليم وغيره اچي وڃن ٿا. اهي فارسي ڪتاب، جن جا حواشيه ۽ مقدمه ڊاڪٽر صاحب لکي، انهن جي علمي ۽ تاريخي حيثيت نروار ڪئي آهي، تن ۾ "ديوان غلام، لب تاريخ سنڌ، تاريخ طاهري، بيگلارنامه، حاصل النهج، فتح نامه سنده، باقيات از ڪلهوڙا، تاريخ بلوچي، ديوان عطا ٺٽوي اچي وڃن ٿا. سندن ايڊٽ ڪيل عربي ڪتابن ۾ نتف من شعر ابي عطا ۽ غزة الزيجات شامل آهن. ڊاڪٽر بلوچ جا انگريزيءَ ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

1. Teachers Education in Pakistan.
2. Sindh: Studies (Cultural)
3. Sindh: Studies (Historical)
4. Advent of Islam in Indonesia
5. Muslim Luminaries
6. Traditional Arts and Crafts of Hyderabad Region
7. Musical Instruments of the Lower Indus valley of Sindh.
8. World of Work

ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب جا سنڌ جي تاريخ، تصوف، لطيفات، موسيقي ۽ ثقافت تي ڪيترائي مقالا مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن، جن جو وچور تمام ڊگهو آهي.

ڊاڪٽر صاحب کي مختلف اَوارڊ جھڙوڪ: تمغهٔ پاڪستان 1962ع ۽ 1968ع ۾، ستاره قائد اعظم، صدارتي ايوارڊ پرائيڊ آف پرفارمنس 1979ع، صدارتي ايوارڊ: اعزاز ڪمال 1991ع، صدارتي ايوارڊ: ستاره امتياز 2001ع ۽ مختلف علمي ادارن طرفان ڪيترين شيلڊن ۽ نقد انعام پڻ مليا آهن.



**بلوچ، نصر الله ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر نصر الله بلوچ ولد الهورايو خان پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر آهي. سندس مستقل رهائش پراڻي سکر ۾ آهي. هو 2007ع ۾ ايم پي اي رهي چڪو آهي ۽ 2008ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي چونڊجڻ کانپوءِ بعد گهرو معاملن ۽ سُڌ سماءَ بابت سنڌ اسيمبلي جي ڪميٽين جو ميمبر آهي.



**بلوچ، هدايت**: نامياري شاعر، افسانا نگار ۽ صحافي هدايت بلوچ جو جنم 6 جون 1948ع تي خيرپور ميرس ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو غلام نبي 'اداسي' بلوچ آهي. پاڪستان جو ناليوارو براڊ ڪاسٽر ۽ شاعر عنايت بلوچ سندس وڏو ڀاءُ آهي. تعليم ايم. اي پوليٽيڪل سائنس ۽ ايل. ايل. بي اٿس. 1972ع کان اپريل 1987ع تائين ڪراچي شپ يارڊ ۾ مختلف انتظامي عهدن جهڙوڪ: اسسٽنٽ مئنيجر ڪمرشل، مئنيجر مارڪيٽنگ ۽ پبلڪ رليشنز طور ڪم ڪيائين. 1987ع کان 2008ع تائين پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائينز (PIA) ۾ مختلف عهدن جهڙوڪ: اسسٽنٽ مئنيجر ڪارگو سيلز، سيلز پروموشن آفيسر ڪارگو ۽ مئنيجر ڪارگو سيلز طور پنهنجون خدمتون انجام ڏنائين. 1994ع کان 1998ع تائين سندس مقرري مئنيجر ڪارگو طور سنگاپور ۾ رهي. 1998ع کان 2003ع تائين مئنيجر پئسينجر ٽيرف ائنڊ IATA رهيو. ان عهدي تي رهندي هن لاڳاپيل شعبي ۾ جنيوا ۽ سوئٽزرلينڊ ۾ ڪيترين ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي. جولاءِ 2005ع کان جون 2008ع تائين بنگلاديش ۾ پي.آءِ.اي جو ملڪي سطح تي ڪنٽري مئنيجر رهيو. پاڪستان مئنيجمينٽ انسٽيٽيوٽ مان ائڊورٽائيزنگ ڪميونيڪيشن مارڪيٽنگ پلاننگ ائنڊ بيجيٽنگ جهڙن اهم ڪورسن ۾ ڊپلوما ڪيائين. ان کان سواءِ پي.آءِ.اي ٽريننگ سينٽر ڪراچيءَ مان ڪارگو هينڊلنگ، ڊينجرس گڊس ۽ ڪارگو مارڪيٽنگ جهڙا ڪورس ڪيا اٿس.

ادبي حوالي سان سندس سڃاڻپ هڪ شاعر طور آهي. روزاني "عوامي آواز" ۾ سندس هفتيوار ڪالم ڇپبا رهيا آهن. ان کان سواءِ روزاني "هلال پاڪستان"، روزاني "جاڳو" ۽ روزاني "خبرون" ۾ سندس چوسٽا ڇپبا رهيا آهن.

هن وقت پاڪستان آرٽس ڪائونسل ۾ ڍاڪا ڪلب بنگلاديش جو ميمبر آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر رهي چڪو آهي. پي.آءِ اي جي ملازمت ۾ رهندي دنيا جا ڪيترائي ملڪ آزربائيجان، بنگلاديش، آسٽريليا، سنگاپور، سريلنڪا، تيونس، دبئي، انگلينڊ، آمريڪا، جاپان، ملائيشيا، مالديپ، فرانس، جرمني، انڊونيشيا، انڊيا، ڪئناڊا، ترڪي، ٿائلينڊ ۽ سوئٽزرلينڊ وغيره ڏٺل اٿس. هن وقت پاڪستان ڪوارٽرس، ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**بلوچي ادب**: لسانيات جي ماهرن جي راءِ موجب بلوچي ٻولي فارسي ٻوليءَ جي هڪ شاخ آهي، جيڪا موجوده فارسيءَ کان اڳ رائج هئي. پر بلوچ محقق اها ڳالهه تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن. اصل ۾ بلوچيءَ جو ڪرد زبان سان گهرو تعلق آهي. بلوچي ٻولي وسيع علائقي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ زبان بلوچستان کان علاوه سنڌ، پنجاب ۽ سرحد جي ڪجهه خطن ۾ پڻ ڳالهائي ويندي آهي. پاڪستان کان ٻاهر ايراني بلوچسان، ايراني نار جي رياستن، مسقط، دبئيءَ، ابوظهبيءَ، قطر ۽ بحرين کانسواءِ ڪردستان ۽ وچ ايشيائي رياستن ۾ به بلوچي ٻولي ڳالهائي ويندي آهي. پاڪستان ۽ ايران ۾ بلوچي ڳالهائيندڙن جو تعداد تمام گهڻو آهي. بلوچي زبان ۾ ڪيترائي لهجا آهن، جن ۾ ايران، پاڪستان، افغانستان، ترڪستان ۽ روس جا باشندا ڳالهائين ٿا. بلوچي ٻوليءَ جي ادب کي چئن دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ رند دؤر (1430ع کان 1630ع تائين)، ٻيو خوانين دؤر (1630ع کان 1850ع تائين)، ٽيون برطانوي دؤر (1850ع کان 1947ع) ۽ چوٿون همعصر يا جديد دؤر. جيڪو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڳڻيو ويندو آهي. پهرئين دؤر ۾ رزميه داستانن تي مشتمل ادب زياده آهي. سردار اعظم، مير چاڪر رند، مير جمال رند، مير شهداد ۽ شاهمراد وغيره هن دؤر جا نمائندا آهن. ٻئي دؤر ۾ خان عبدالله خان، جيئند رند، محمد خان گشڪوريءَ ۽ مئو خان رند وغيره جا نالا اچن ٿا. ٽئين دؤر ۾ ملان فضل، قاسم رند، مست توڪلي، رحم علي، بهرام جکراڻي، اسماعيل پُل آبادي ۽ حضور بخش جتوئي وغيره اچي وڃن ٿا. جديد دؤر ۾ خيرمحمد ندوي، آزاد جمالديني، امان الله گچڪي، مير گل خان نصير، حسين عنقا، عطا شاد، شيرمحمد مري، ظهور هاشمي، صورت خان مري، غوث بخش صابر، نعمت الله گچڪي، مراد ساحر، سليم خان گمي، عزيز بگٽي، مداخان مري، عبدالله جان جمالديني، ملڪ محمد پناهه ۽ عبدالڪريم شورش وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن. بلوچي ادب جي صنف ۾ مضمون، افسانا، سفرناما، ڊراما، مزاحيه ادب، تحقيق، تنقيد، تاريخ، بيت، هائيڪو ۽ نثري نظم سميت نثر ۽ شاعريءَ جي سڀني صنفن تي لکيو وڃي ٿو.

**بلوچي ٻولي**: هيءَ ٻولي بلوچ قبيلن جي آهي، جيڪا تاريخي لحاظ کان فارسي ٻوليءَ کان اڳ به موجود هئي. جنهن کي هند- ايراني ٻولين ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هيءَ ٻولي، پاڪستان ۾ بلوچستان، سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڳالهائي ويندي آهي. ان کان سواءِ ايران، آذربائيجان، ڪردستان کان سواءِ وچ ايشيا جي رياستن ۾ ڳالهائي ويندي آهي. هن جا ٽي لهجا عالمن نروار ڪيا آهن.

**بلوچي الهندي (مغربي) (Balochi, Western)**: هيءَ ٻولي بلوڪي ۽ بَلُوچي الهندي جي نالن سان سڃاتي وڃي ٿي.

هن ٻولي جو لهجو رڪشني ۽ سرواني آهي. هن ٻوليءَ تي فارسيءَ جو گهڻو اثر آهي، پر فارسي نه آهي.

هيءَ ٻولي پاڪستان جي صوبي بلوچستان جي اتر اولاهين حصي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ان کان سواءِ ايران، افغانستان تاجڪستان ۽ ترڪمانستان ۾ به جهجهي انداز ۾ هن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارا ملن ٿا. هن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارن جو پاڪستان ۾ 1998ع جي رپورٽ موجب تعداد 1116000 افغانستان ۾ تعداد 200000، ايران ۾ 451000، ترڪستان ۾ 28000 هو. پاڪستان ۾ بلوچي ڳالهائيندڙن جي تعليم ۾ شرڪت 5 سيڪڙي کان 15 سيڪڙو ڏني وئي آهي.

هيءَ ٻولي پاڪستان ۾ فارسي ۽ افغانستان ۾ عربي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ ۾ ريڊيو، ٽي وي پروگرام ٿين ٿا. هي ٻولي هند- آريائي، هند- ايراني ٻولين جي خاندان مان آهي.

پاڪستان ۾ بلوچي صوبائي ٻوليءَ جو درجو رکي ٿي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ مسلمان آهن. جيڪي لاڏائو قبيلن سان واسطو رکن ٿا.

**بلوچي ڏاکڻي (ٻولي)** (Balochi, Southern): هيءَ ٻولي مڪرانيءَ جي نالي سان به سڃاتي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي سامونڊي ڪناري واري بلوچي، ڪيچي، مرڪاني (لوتوني) لهجي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي ايرندي بلوچيءَ کان ڪي قدر پر الهندي بلوچيءَ کان بنهه الڳ آهي. عمان ملڪ ۾ براهوي ۽ هوتي سڏجي ٿي.

هيءَ ٻولي پاڪستان جي بلوچستان جو ڏاکڻو علائقو، ڏاکڻين سنڌ، ڪراچي، ايران جو ڏاکڻو حصو، سيستان صوبو وايا بلوچستان، عمان ۾ رڳو لڏي آيل مڪراني ڪونه ڳالهائين، پر هاڻي نوان ايندڙ ڳالهين ٿا. اها گڏيل عرب امارات وغيره ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي.

هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند آريائي. ايراني ٻولين جي خاندان مان آهي ۽ اردو رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي.

بلوچستان جا مڪراني ۽ ذڪري هيءَ ٻولي ڳالهائين ٿا. ذڪري مسلمانن جو الڳ حلقو آهي. جيڪو عام نظرين کان گهڻو هٽيل آهي. ايران ۾ سني مسلمان اها ٻولي ڳالهائين ٿا. گهڻو ڪري هي ماڻهو مزدوري ڪن ٿا، پر عمان ۾ يا گڏيل عرب امارات ۾ هي فوج ۽ پوليس ۾ به آهن.

**بلوچي، مشرقي (ٻولي)** (Balochi, Eastern): هي بلوچي ٻوليءَ جو مشرقي پهاڙي لهجو آهي. پاڪستان جي صوبي بلوچستان جو اتر اوڀر وارو، سنڌ جو اتر اولهه، پنجاب جو ڏکڻ اولهه هيءَ ٻولي ڳالهائي ٿو ان کان سواءِ هيءَ ٻولي هندوستان ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. 1998ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جي پاڪستان ۾ ڳالهائيندڙن جو تعداد 1800000 هندستان جي اترپرديش ۽ گجرات ۾ تعداد 5000 ڪل دنيا ۾ ڳالهائيندڙن جو تعداد 1805000 آهي. تعليم ۾ سندن شرڪت 5 سيڪڙي کان 15 سيڪڙو رهي آهي.

هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ايراني ٻولين جي خاندان مان آهي ۽ فارسي رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي.

اها پاڪستان جي وڏين ٻولين مان آهي. ڪوئيٽا ٽي وي سينٽر تان هن ٻوليءَ ۾ گهڻا پروگرام نشر ٿين ٿا. مشرقي ۽ مغربي بلوچيءَ ۾ ڪافي فرق آهي هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ سڀئي مسلمان آهن.

**بلوچي سرود:** هيءَ ساز سارنگ ۽ سرحد جي سارنده سان ملندڙ جلندڙ آهي. هي به هڪ تاري ساز آهي. بلوچ ساربان گهڻو ڪري هي ساز پاڻ سان



ڪنيو وتن، ڪوچ ڪرڻ يا پڙاءُ وقت 'ليڪو' نالي گيت ڳائين. ڳائڻ وقت سرود جي سنگت ڪن. ليڪو گيت جو مضمون گهڻو ڪري سفر جي تڪليف، پنهنجي گهر جي سڪ ۽ پنهنجي پيارن جي يادگيريءَ سان ڀريل هوندو آهي. هي ساز ڀڪي ڪاٺ جي ٽڪر مان ٺاهين؛ ڪاٺ کي کوٽي کوکلو ڪن. هن ساز جي طبلي فقيرن جي ڪشڪول جهڙي ٿئي ۽ سارنگ توڙي سارنده کان وڏي به ٿئي. هن جي وچڻ وارين تارن جي هيٺيان طربون به ٿين. هن ساز کي گزي سان وڄائبو آهي.

**بلوچي شعري ادب:** جيتوڻيڪ بلوچي زبان، قديم ترين زبانن مان هڪ آهي، پر اُن هوندي به بلوچي ادب مرتب حالت ۾ دستياب نه آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾، بلوچستان جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو دخل ضرور آهي. ڇوته بلوچ، ماضيءَ ۾ گهڻي عرصي تائين هڪ ئي جڳهه تي ٽڪي نه سگهيا آهن ۽ وادي، پاڻي ۽ چراگاهن جي جستجوءَ ۾ يا قبيلائي جهيڙن ڪارڻ لڏپلاڻ ڪندا رهيا آهن. جڏهن ته وري غيرملڪي قومن جي خارجي مداخلت به جاري رهي، جنهنڪري بلوچ قوم، سماجي ۽ تعليمي پيش رفت ڪرڻ کان محروم رهي. تعليمي پسماندگيءَ ۾، زبان جي ترقي ۽ ترويج ممڪن نه ٿي سگهي، تنهنڪري بلوچي ٻوليءَ ۾ تعميري تخليقي صلاحيتون پڻ اُسري نه سگهيون. بلوچي زبان تحريري صورت ۾ نه آئي ۽ نه ئي بلوچي شاعرن، پنهنجي پويان ڪو بياض ڇڏيو بلڪ سندن بياض سيني بسيني منتقل ٿيندا آيا. هن وقت بلوچي زبان، تحريري زبان بڻجي وئي آهي ۽ سندس ترقي ۽ ترويج جو ڪم مسلسل روان آهي. بلوچن جي تاريخ جي سلسلي ۾، جيڪا اهميت شاعريءَ کي آهي، اها ڪنهن ٻي صنف کي ملي نه سگهي آهي. بلوچي شعري سرمايي جي ابتدا رند ۽ لاشاري قبيلي جي تاريخي دؤر کان شروع ٿئي ٿي. اهو دؤر پندرهين صديءَ جي آخر ۽ سورهين صديءَ جي ابتدا تائين آهي. ان دؤر جي شاعرن ۾، شاهه عيسيٰ، شاهه مريد ۽ بيبگ ئي مشهور آهن. جڏهن ته ڪجهه نظم ٻيا به مليا آهن. جن جي شاعرن جو ڪو پتو نه پئجي سگهيو آهي. مجموعي طور تي اهو بلوچي شعر جو اعليٰ دور ڪوٺيو وڃي ٿو. قديم دؤر جي شاعري، پنهنجي شاعرانه دلڪشيءَ ۽ گوناگون ڪمالات جي ڪري بي مثال هئي، پر ٻئي دؤر ۾ پڻ قادرالڪلام شاعر ٿي گذريا آهن. بلوچستان جي مغربي بلوچيءَ ۾ ملا فضل، ملا خدابخش، ملا قاسم، ملا عزت بيگ نيگوري، ملا بوهير، ملا ابراهيم، مُلا بهادر، ملا عبدالنبي، ملڪ دينار، ملا خان چاڪر، شاهو رند، سعيد زنگي، ملا فيض محمد، مُلا اسماعيل ۽ ٻيا ڪيترائي شاعر آهن، جن جو ڪلام مليو آهي، جڏهن ته مشرقي بلوچي ۾ جام درڪ، بانڪ سيمڪ، مست توڪلي، رحم علي مري، الاچ، بجار حري، بهرام مهڪراڻي ۽ ٻين شاعرن جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن شاعرن مان ڪيترائي، مدرسن مان فارغ التحصيل آهن، ان ڪري سندن شاعريءَ تي فارسيءَ جو اثر نمايان آهي.

20 صدي عيسويءَ جي بلوچي شعري ادب ۾ پاڙيسري زبانن جو وڏو اثر ڏٺو ويو آهي. هن دؤر ۾، مير گل خان نصير، عبدالواحد آزاد جمال ديني، محمد حسين عنقا، ظهور شاهه هاشمي، عبدالحڪيم حقگو، مراد آواراني، مولوي خيرمحمد ندوي، مولانا محمد حسين عاجز، شوڪت صحرائي، عبدالله آدم حقاني، مراد ساحر، ملڪ محمد رمضان، حاجي عنايت الله قومي، عبدالرحمان غور، ميربخش قومي، نورمحمد همدم، گل محمد، دوست محمد بيڪس ۽ ٻيا شاعر قابلِ ذڪر آهن. جڏهن ته قيام پاڪستان کان پوءِ، عطا شاد، غوث بخش صابر، اڪبر بارڪزئي، محمد هاشم، اشرف سربازي، احمد جگر، مومن بُزدار، مجيد گوادروي، فضل مشتاق، راجا عبدالحق حقاني، يارمحمد ۽ ٻيا شامل آهن. انهن مان عطا شاد، ترقي پسند بلوچي شاعرن مان سرفهرست آهي. هو هڪ ئي وقت اردو ۽ بلوچيءَ ۾ شاعري ڪري ٿو هن ئي بلوچيءَ ۾ آزاد نظم کي سڀ کان اول متعارف ڪرايو هن وقت بلوچي شاعريءَ ۾ ڪيترائي نالا اهميت جوڳا آهن. جڏهن ته انهن ۾ ظفر علي ظفر، بشير بيدار، ابراهيم عادل، غوث بهار، انور ساجدي، يوسف عزيز، ڊاڪٽر علي دوست، عبدالسلام عارف ۽ ٻيا ذڪر لائق آهن. بلوچي شاعري، هن وقت، ٻين علائقائي زبانن جي شاعريءَ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملايو اچي، جيڪا پڪ سان بلوچي زبان جو اولين ذخيرو ثابت ٿيندي.

**بلوچي نامو** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف آخوند محمد صديق آهي. هن ۾ خداداد خان واليءَ قلات جي خاندان جي تاريخ قديم الايام کان وٺي مصنف جي زماني تائين آهي. مولائي شيدائيءَ جو چوڻ آهي ته بلوچي تاريخ ۾ هن ڪتاب کي اهوئي درجو حاصل آهي، جيڪو تحفة الڪرام کي سنڌ جي تاريخ ۾ حاصل آهي. هن تاريخ جو هڪ نسخو خان قلات جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

**ٻلو دادا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ناميارِي اديب، ڪهاڻيڪار ۽ تعليمدان ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌس 14 ڪهاڻيون شامل آهن. جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اياز قادريءَ جي ڪهاڻين کي وڏي اهميت حاصل آهي. ڪرائون سائيز جي ڪَچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 103 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو پهريون، ميان غلام عباس قادريءَ، لاڙڪاڻي مان سال 1957ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان جو ٻيو ڇاپو مڪتبهءِ برهان اردو بازار ڪراچيءَ پاران1977 ۾ ساڳي سائيز ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ 122 صفحا آهن ۽ ان جوٽيون ڇاپو ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي ورسٽي سنڌي پبليڪيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.




**ٻلورُ**: هڪ قسم جو پٿر، جيڪو جابلو ڪاڻين مان ملندو آهي. هي عام طور بي رنگ ۽ شفاف هوندو آهي. ان کي عربيءَ ۾ 'حجرالبلود' ۽ سنسڪرت ۾ "اسماٽڪ" چوندا آهن. ڪيميائي ماهيت جي لحاظ سان سليڪان ڊاءِ آڪسائيڊ هوندو آهي، جيڪو ٻرندڙ جبلن جي نَسُن وارين وٿين ۾ ٻريل هوندو آهي. بلور جا قلم شش پهلو يعني ڇهه پاساوان هوندا آهن. جن جون ڇيڙيون مخروطي (نبات جي شڪل) هونديون آهن. ڪاڻين مان بلور جا قلم اڌ ميٽر ڊگها به لڀندا آهن. جواهرات وانگر بلور ۽ قلمن کي چلي، زيورن ۾ جوڙيندا آهن ان کان سواءِ مختلف قسمن جي شين، فانوس عطردانين، گلدانن، مورتين ۽ پيالن لاءِ به بلور کي گهڙي چلي ٺاهيندا آهن. موجوده دور ۾ اعليٰ قسم جي عينڪن جا شيشا، دوربينين ۽ خوردبينين جا لينز به بلور مان ٺاهيندا آهن. سڄي دنيا ۾ لکين انسان عينڪ استعمال ڪن ٿا، جنهن جي مدد سان چٽيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿو: آسانيءَ سان سنها اکر پڙهي سگهجن ٿا. حقيقت ۾ بلور ۽ وڏاءِ واري شيشي Magnifying glass جي مدد سان ننڍين شين کي وڏو ڪري ڏسجي ٿو. بلور (Lens) شفاف جسم مان ٺاهجي ٿو هوئڻ به بلور جي چلَ جو ڪم گهڻن ملڪن ۾ ٿيندو آهي. ليڪن چين، جاپان ۽ جرمنيءَ وغيره ۾ بلور جي چلَ ۽ گهڙائي تمام سٺي ٿيندي آهي. بلور عام پٿر هئڻ جي ڪري گهڻن ملڪن ۾ لڀندو آهي، ليڪن برازيل، مڊگاسڪر، جاپان، اتر آمريڪا، سوئٽزرلئنڊ، آسٽريليا، فرانس ۽ هنگريءَ ۾ هن جا ذخيرا قابل ذڪر آهن. هندوستان ۾ به اعليٰ قسم جو بلور ملندو آهي. ٿُلهو ۽ چمڪندڙ شفاف مصنوعي شيشو جيڪو عموماً ٻنين ۾ ٺاهيو ويندو آهي. شيشي مان ٺهيل ٻاراٽي راند جا چڏا به بلور سڏبا آهن. بلور ٺاهڻ جا ڪارخانا سنڌ ۾ به آهن. پر اُهي هڪ ته سُٺا ۽ معياري نه آهن ۽ ٻيو ته ڪچو شيشو استعمال ڪندا آهن. انهيءَ ڪري پائدار نه هوندا آهن. هن وقت چين جا ٺهيل 'چڏا' ٻارن کي ڏاڍا وڻندا آهن.



**ٻلوڙي**: تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه. انهيءَ نالي سان نصير برانچ مان ٻلوڙي مائنر نڪري ٿو، جيڪو ٽنڊي حيدر وغيره جي آسپاس تعلقي حيدرآباد جي آباديءَ جي پيچ ڪري ٿو.

**ٻُلو، سي، راڻي**: ڳائڻو ۽ سنگيتڪار، جيڪو 9 مئي 1920ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. سنڌ فلمن جهڙوڪ: 'اباڻا'، 'راءِ ڏياچ' ۽ 'اچا ته مان ننڌڙي آهيان' ڪانسواءِ ڏهن کان مٿي هندي فلمن، جهڙوڪ: 'جوگن'، 'مغرور'، نظاري'، 'غريبي' ۽ 'مٽر ملن' وغيره ۾ سنگيت ڏنائين. ڳائڻي جي حيثيت ۾ سنڌس بيشمار گيت ڳايل آهن. آل انديا ريڊيو ۽ دوُر درشن تان گهڻائي دفعا شرڪت ڪيل اٿس ۽ "هزماسترس وائيس" پاران گيتن جا انيڪ رڪارڊ پرايل اٿس. ورهاڱي کان پوءِ پارت لڏي ويو، جتي ممبئيءَ ۾ سڪونت پذير هو. ڪجهه عرصو اڳ وفات ڪري ويو آهي.

**ٻَلوُط**: هڪ قسم جو وڻ، جابلو علائقن ۾ پيدا ٿيندو آهي. ان جي ڪاٺي آڳاٽي دور ۾ مضبوط ۽ پائيدار سمجهي ويندي هئي. هن وڻ جا گهڻا ئي قسم آهن. جن مان هڪ شاهه بلوط سڏبو آهي، انهن مان ڪن جو ڇوڏو دوا طور ڪم ايندو آهي.

**ٻلو ڪوسو ۽ ٻلي جي ٻَٺي**: سيوهڻ شهر کان مسافري ۽ واپاري واٽ، جيڪا شاهه لاهوت، نوراني ۽ مڪران کان ٿيندي ايران ڏانهن وڃي ٿي، ان قديم ۽ مکيه شاهراهه تي جهانگارن کان اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي واٽ جي ڏکڻ طرف هڪ ننڍي ٽڪري واقع آهي، جنهن مٿان کي پنج قبرون ۽ پنج ٿل پٿرن جا ٺهيل آهن. ان ٽڪري جي اتر ۾ هڪ برساتي ڊوري جو پيٽ آهي، گهڻي برسات ۾ ان ڊوري جو تيز وهڪرو ٽڪريءَ کي ڪائيندو رهي ٿو. ان ٽڪري جو نالو"ٻلي جي ٻٺي" آهي. چون ٿا ته ٻلو ذات جو ڪوسو (ٻڊاڻي) ۽ پنهنجي ڳوٺ جو چڱو مڙس هو. سڄي تر ۾ پنهنجي ۽ پائرن جي بهادريءَ ۽ سخا جي ڪري مشهور هو. آس پاس جا ڳوناڻا فيصلي لاءِ وٽس ايندا رهندا هئا. هر آيل مسافر ۽ واٽهڙوءَ کي مانيءَ پور ضرور آڇيندو هو. ٻلو پاڻ وڏي ڏيا وارو، جانلو ۽ ويڙهو مڙس هو ان ڪري تر ۾ ساٽس ڪوئس ڪرڻ وارو ڪوبه نه هو. هارپو ڪرڻ، مال پالڻ ۽ شڪار ڪرڻ سنڌس پيشو ۽ محبوب مشغلا هئا. ٻلي جي پائرن جا نالا علي خان، احدي، جهندو ۽ مياندا هئا. سنڌس پيءُ جو نالو عرضي هو ڪنهن لوڪ شاعر سنڌس باري ۾ هيئيون شعر چيو آهي:

پنج پٽ عرضيءَ جا، پنجئي ساماڻا شينهن،
اٺن شوق شڪار جو، گهمن راتيان ڏينهن،
بلي جهڙا شينهن، مري مور شهيد ٿيا.

هڪ ڀيري ڪنهن غير قبيلي جي مائيءَ بلي جي اچي سام ورتي، مائيءَ جا وارث بلي وٽ آيا. بلي انهن جي تمام گهڻي عزت ڪئي ۽ چيائين ته نينگر منهنجي سام ورتي آهي. جيڪڏهن اوهان سان پنهنجي رضا خوشيءَ سان هلي ته مان سرهو ٿيندس. باقي زوريءَ ٻانهن ڪڍي نه ڏيندس جو مان سام ڏئي چڪو آهيان. مائي وارثن سان ڪا نه وئي. مائيءَ جا وارث پوءِ ڪاوڙ ۾ اٿي ڪڙا ٿيا ۽ بلي تي زور آندائون ته ٻانهن ڪڍي ڏي. بلي انڪار ڪيو. مائيءَ جا وارث پوءِ فيصلو تلوار تي ڇڏي، بلي کي تاريخ ڏئي ويندا رهيا. تاريخ واري ڏينهن بلي جا پائر سندن هڪ جگري دوست سائينداد نوحاڻي ۽ ٻيا سڀ ڳوٺ کان ٻاهري نڪري، گهراج نئن جي اوير ۾ هڪ پوٺي تي ٿي ويٺا. بلو پاڻ پوٺي جي اتر ۾ هڪ ٽڪريءَ تي وڃي ويٺو جيڪا گس تي اٽڪل ميل کن پري هئي.

ٻي ڌر به سياڻي هئي. اهي ولو ڪري، ڀيرين اچي ڳوٺ مٿان ڪڙڪيا. مايون ۽ ٻارڙا خوف ۽ هراس سبب وٺي ڀڳا. اتي فقط سام آيل عورت تلوار سان ويرين جو مقابلو ڪيو ۽ پيش پوڻ بدران مارجي وئي. ويرين انتقام سبب سڄي ڳوٺ کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. هوڏانهن دانهن تي بلي جي پائرن مخالف ڌر کي طعنا ڏئي للڪاريو. پوٺي مٿان رت ريلا ڪري وهي هليو. بلو به ٽڪريءَ تان ٽپا ڏيندو اچي جنگ ۾ شريڪ ٿيو. ڪوسن جي مقابلي ۾ بروهين، شاهاڻين ۽ لُنڊن، جمالين جي مدد ڪئي. اهي همراهه تعداد ۾ تمام گهڻا هئا. جنهنڪري بلي، سندس پائرن ۽ نوحاڻي سردار تي سوڀ پاتائون. ڇئني پائرن ۽ نوحاڻي سردار جون قبرون ان ٻنيءَ مٿان سالم حالت ۾ بيٺيون آهن. چون ٿا ته ان سام پيل عورت جي قبر به انهن قبرن جي اتر اوير ۾ ٿهيل هئي پر ٽڪريءَ جي ڪاٽ ڪري ڊهي وئي. تروارن قبيلن انهن سورمن جي ياد ۾ پنج گول منارا (ماهيون) به ان ٻنيءَ مٿان ٺهرايا. جيڪي سالم حالت ۾ موجود آهن. بلي ڪوسي ۽ جنگو جماليءَ جي جنگين جون مختلف چوٽيون ۽ ڪهاوتون ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب "جنگ نامي" ۾ قلمبند ڪيون آهن.

بلي جي ان ٻنيءَ جي اتر- اولهه ۾ ننڍڙن ننڍڙن پٿرن جون ننڍيون ننڍيون ڍڳڙيون آهن. جيڪي اٽڪل ميل کن پنڌ پري هڪ ٽڪري تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. مقامي طور چيو وڃي ٿو ته اهي ڍڳڙيون بلي جي قدمن مٿان نشان طور رکيون ويون آهن. اهي ڍڳڙيون سالن کان وٺي ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، مگر انهن مان ڪنهن به ڍڳڙيءَ کي نه هٽايو ويو آهي ۽ نه پٿرن سان هٿ چراند ڪئي وئي آهي. اهي ڍڳڙيون حقيقت ۾ بلي جي بهادريءَ ۽ "سام تان سر ڏيڻ" سبب عقيدت جي اظهار جو هڪ انوکو مثال آهن.

**بلو کوکر** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب صاحب سنگهه، چندا سنگهه شاهاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 283 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد مان ڇپيو سال 1955 ۾ ڇپايو هيءَ ڪتاب هڪ انگريزي ڪتاب تان ماخوذ آهي.

**بلُو وهيل**: (ڏسو: اچو ويسر)

**بُلها شاهه جو ڪلام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 10 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو ڀهريون، اسلاميه دارالاشاعت طرفان، اسلاميه پريس، حيدرآباد مان ڇپيو.

**بُلها شاهه جون ڪافيون** (ڪتاب): هن عنوان تي رشيد احمد لاشاريءَ جو هڪ ڪتاب لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 28 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي ڇاپو ڀهريون. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ شايع ڪيو مقبول بوڪ اسٽور سکر هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو محمد پريس، شڪارپور مان 1973ع ۾ شايع ڪيو.

**بُلهي شاهه**: بابا بُلهي شاهه پنجابي زبان جو مشهور شاعر ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو سيد محمد عبدالله شاهه هو پر درويشيءَ ۽ بزرگيءَ جي ڪري، 'بُلهي شاهه' جي نالي سان مشهور ٿيو سندس والد سخي محمود"اُچ گيلان" (بهاولپور) کان ملڪوال ۾ آيو جتان "پانڊو" ڳوٺ ۾ اچي رهيو جيڪو قصور ۾ آهي بُلهي شاهه اتي ئي جنم ورتو (ڪن روايتن موجب اُچ شريف ۾ ڄائو هو) بُلهي شاهه جي ڄم جو سال 1104هه/ 1692ع ڄاڻايو وڃي ٿو پر ڪجهه محققن جي خيال موجب بُلهي شاهه 1103هه/ 1691ع ۾ ڄائو هو. سندس نسبي سلسلو چوڏهين پيڙهيءَ ۾ حضرت پير عبدالقادر جيلانيؒ سان وڃي ملي ٿو بُلهي شاهه جو والد پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو هن پٽ کي پڙهائڻ سان گڏوگڏ مال چارڻ جو ڪم به سندس حوالي ڪيو جيتوڻيڪ بُلهي شاهه جي تعليم بابت مستند احوال نٿو ملي، پر سندس استادن ۾ سندس والد کان سواءِ ٻن عالمن مخدوم غلام محي الدين ۽ خواجه غلام مرتضيٰ جا نالا ورتا وڃن ٿا. بُلهي شاهه جي ڪلام مان پتو پوي ٿو ته پاڻ عربيءَ ۽ فارسي ٻوليءَ ۽ ادب کان سٺي نموني واقف هو بُلهي شاهه وارو دؤر مغل سلطنت جي زوال وارو دؤر هو ان دؤر ۾ اندروني خانه جنگيءَ سبب پنجاب تي برا اثر پئجي رهيا هئا، جنهن جو اظهار هن پنهنجي شاعريءَ ۾ هن ريت ڪيو آهي:



منهن ٻارهوين صدي پساريا،
سانون هاويي دوزخ ساڙيا.

جيئن ته بُلهي شاهه جو مزاج صوفيائو هو. جنهن سندس حساس طبيعت ۾ اضطراب پيدا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ مرشد جي ڳولا ۾ نڪري پيو آخر لاهور ۾ پير عنايت شاهه (آرائين) قادري شطاريءَ جي آستاني تي ڳيس قلبي سڪون حاصل ٿيو سندس مريد ٿي، 30 سال سندس خدمت ۾ اتي ئي گذاريائين. هو پنهنجي روحاني جدوجهد ۾ ايترو اڳتي نڪري ويو. جو سڄي عمر شادي نه ڪيائين. ڄمار جو ڪجهه حصو بهاولپور، قصور، لاهور ۽ بٽالي جي علائقن ۾ رهيو مرشد جي وفات کان پوءِ پاڻ واپس قصور ۾ آيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. قصور ۾ سندس مزار تي هر سال محرم جي مهيني ۾ عرس ٿيندو آهي. بلهي شاهه جي وفات جو سال 1171هه/ 1757ع ڄاڻايل آهي.

بُلهي شاهه هڪ مقبول عام صوفي شاعر هو جيئن ته ان وقت ملتان وارو علائقو سنڌ ۾ شامل هو ان ڪري جيئن سنڌ جي صوفيائي شاعري ملتان طرف مشهور هئي، تيئن بُلهي شاهه جي شاعري به سنڌ وارن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو هونئن به بُلهي شاهه جي شاعريءَ جا سرچشما اهي ساڳيا ئي هئا، جيڪي سنڌي صوفيائي شاعريءَ جا هئا، يعني قرآن، حديث، اسلام، تصوف

ءِ ويدانت وارو فلسفو اهوئي سبب آهي جو صوفياڻي ثقافت جي حوالي سان ٻُلهي شاهه جو ڪلام سنڌ جي ذڪر ءِ فڪر وارين محفلن ۾ ڳائجڻ لڳو. سندس ڪلام اڄ بہ سنڌ ۾ مقبول ءِ معروف آهي. سنڌ جو هر وڏو ءِ ننڍو فنڪار بلهي شاهه کي عقيدت سان ڳائيندو آهي.

**بليدائي/ ٻليدائي:** تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ٻليدائي وليج'، 'سوڍر'، 'نارو ڏيپر'، 'عبدالصمد'، 'خداداد پناڻ'، 'خداداد ڪوسو'، 'ڪرم داد ڪوسو' ءِ 'ولي محمد ڪوسو'.

**ٻُليدي:** بلوچ قوم جو هڪ قبيلو، جيڪي پاڻ کي ٻڙدي بہ چوندا آهن. اهي مير عالي ولد هرين جي اولاد مان آهن، جيڪو مير جلال خان جو ٻيو نمبر پاءُ هو. هنن تي "ٻليدي" نالي پوڻ جو سبب، قلات رياست (بلوچستان) جي ديهه "ٻُلو" آهي، جتي هيءَ ذات اڪثريت ۾ اچي آباد ٿي. ديهه ٻُلو ۾ رهڻ ڪري هنن کي "ٻُلي ديهي" يعني "ٻُلي ديهه وارا" سڏيو ويو. اهو "ٻلي ديهي" لفظ اڳتي هلي "ٻليدي" ٿجي ويو. هن وقت ٻليدين جي اڪثريت، جيڪب آباد ضلعي جي ڪنڌڪوٽ واري علائقي ۾ آباد آهي. ان ڪانسواءِ هن قبيلي جا ماڻهو بلوچستان، صوبي سرحد ءِ سنڌ جي ٻين علائقن ۾ بہ پکڙيل آهن. هر بلوچ قبيلي وانگر هنن وٽ بہ سرداري نظام آهي. هنن جون 51 ذاتيون، پاڙا ءِ نکون آهن. مثلاً: مغيري، عمراڻي، مستوئي، عارباڻي، ڪٽوهڙ ءِ سخيراڻي وغيره.

**ٻليس:** لفظي معنيٰ آهي ڇاڙڪي، ماپ، وچوٽي، دوري. ٻلورن (ڇڏن) راند ڪندي "هڪ ٻلور ٻئي کان ڪيترو پري آهي"، اهو ماپڻ لاءِ ٻليس ڪم ايندي آهي، يعني سڄو هٿ کولي پٽ تي رکجي، پوءِ چيچ ءِ آڱوٺي جي ڇيڙن جي وٿيءَ کي "ٻليس" چئبو آهي. مٽيءَ جي کوٽائي يا واريءَ (ريتي) جي ماپ کي 'ٻراس' سڏبو آهي.

**ٻُلي ءِ راڏي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب تيرٿسنگهه جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 38 صفحا آهن ءِ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. سک ٽرئڪٽ سوسائٽيءَ نئشنل پريس، ڪراچيءَ مان سال 1926ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ٻليئرڊ:** ولائتي راند جو هڪ قسم (Billeard) جيڪا ڪاٺ جي چورس تختي تي گول سارين سان ڪيڏبي آهي.

**ٻمَ:** ڏُهل، ڏُڪڙ، پکواز يا نغاري جو نَر پاسو جنهن تي ڏڪ يا هٿ هڻڻ سان ڀرو آواز نڪري. گهوڙي گاڏيءَ جي اُها ڏگهي ڪاٺي، جنهن ۾ گهوڙو ٻڌبو آهي.

**ٻمباڪس:** وڻ جو هڪ قسم.

**ٻمبلي:** ضلعي گهوٽڪيءَ، تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ 'قائم ٻوڪ'، 'ٽوهه مهر'، 'ٽورنگ مهر' ءِ 'سجاول مهر' ڳوٺ شامل آهن.

**بمبئي:** بمبئي، ڏکڻ هندستان جي الهندي سامونڊي ڪناري وارو مشهور شهر ءِ بندرگاهه آهي، جنهن کي هاڻي ممبئي چوندا آهن. هيءُ شهر ڀارت جو هڪ تمام وڏو تجارتي، صنعتي ءِ مالياتي مرڪز آهي. ڪلڪتي کانپوءِ بمبئي ڀارت جو وڏو تجارتي مرڪز آهي. هن بندرگاهه تان ڪپهه، ڇٽا، تيلي ٻج ءِ مڇي ٻاهرين ملڪن ڏي موڪلي ويندي آهي. هتي جي وڏين صنعتن ۾ پيٽرول صاف ڪرڻ جو ڪارخانو. ڪپهه ٽاٽڻ، چمڙي رڱڻ ءِ ريلوي ورڪشاپ جون صنعتون شامل آهن. بمبئي نهايت وڏو فلمي مرڪز پڻ آهي. ان کي ڀارت جو 'ٻالي ووڊ' چوندا آهن. بمبئيءَ جي اهم تاريخي عمارتن ۾ رايل انسٽيٽيوٽ آف سائنس، گيٽ وي آف انڊيا، پارسي ٽاور آف سائلينس، جسلوڪ هاسپيٽل ءِ نئشنل هاسپيٽل قابل ذڪر آهن. جنوري 1957ع ۾ هتي هڪڙو ائٽمي ري



گيٽ وي آف انڊيا، بمبئي

ائڪٽر قائم ڪيو ويو، جيڪو ائٽمي توانائيءَ جي مهارت لاءِ ڪم ڪندڙ فردن جي تربيت لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. سال 1999ع ۾ بمبئي شهر جو نالو مٽائي اصلوڪو قديم نالو "ممبئي" رکيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح "ڪلڪتي" جو اصلي نالو "ڪالي ڪٽا" رکيو ويو آهي. هن شهر جي تاريخ دلچسپ آهي. هن شهر جون موجوده ست مارڪيٽون ستن جدا جدا ٻيٽن تي آهن، جن جي وچ ۾ وڏيون ڏٻٽيون هيون، جيڪي پوءِ آهستي آهستي گڏجي ويون. پورچوگيزن جي اچڻ کان اڳ اتي مسلمانن جي حڪمراني هئي. هڪڙي مشهور درگاهه شيخ علي پارو رحه جي آهي، هيءَ مقبرو تقريباً 835 هه/ 1432ع ۾ تعمير ٿيو هو. سال 1674ع ۾ انهيءَ مقبري جي مرمت ٿي هئي. هتي هر سال ساليانو عرس ٿيندو آهي. شهر ۾ جامع مسجد بہ آهي، جيڪا 1902ع ۾ تعمير ٿي هئي. سال 1843ع ۾، جيئن انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تيئن سرڪاري ٽپال آڻڻ ءِ نيڻ لاءِ هڪ ننڍڙو جهاز، بمبئيءَ کان ڪراچيءَ ايندو هو، جنهن ۾ ٿورا مسافر بہ چاڙهيندا هئا. اهو دستور هليو پئي آيو. پهريان سنڌي شاگرد، جيڪي بمبئيءَ ۾ مئٽرڪ جي امتحان ڏيڻ لاءِ ويا، سي نولراءِ شوقيرام، ڏيارام جيٺمل، ڪوڙومل چندنمل ءِ چوهڙمل ڪندن مل پنجابي هئا، جن مان رڳو چوهڙمل ڪندن مل پاس ٿيو. ٻين ٽن کي، انهيءَ ننڍڙي جهاز ءِ لوڏن اهڙو تہ دق ڪيو، جو



وري بمبئيءَ ۾ وڃڻ کان ٻان ڪري ڇڏيائون. ڪانئن پوءِ، آلومل ٽيڪمداس ڀوڄواڻي، ڪنهن ڏنگيءَ ۾ چڙهي ويو ءِ بمبئيءَ پهچڻ ۾ 15- 16 ڏينهن لڳس.

1861ع ۾ ڪراچيءَ کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين آڳ گاڏيون هلڻ لڳيون. انهيءَ کان اڳ ماڻهو اُٺن تي چڙهي، ڪوٽڙيءَ، جهرڪن، ٺٽي ءِ ملير کان ڪراچيءَ ويندا هئا. ماڻهن کي سمنڊ جو اڳي ئي ڏهڪاءُ هو. ويتر نولراءِ ءِ ٻين

وٽان سفر جي سختين جي سڌ پئي. ان ڪري مائٽ پنهنجن پٽن کي سمنڊ جي رستي بمبئيءَ وڃڻ جي موڪل ڏيندا ئي ڪو نه هئا. اڳي سمنڊ جي رستي بمبئيءَ وڃڻ اهنجو هو. تہ خشڪيءَ جي رستي وڃڻ بہ سهنجو ڪونہ هو. ڪوٽڙيءَ وٽ، انگريزن جا جهاز بيٺل هوندا هئا. تن ۾ مسافر چڙهي، لاڙڪاڻي، سکر ۽ ملتان تائين ويندا هئا. جتي آگ گاڏي هئي. جا لاهور وٽان لنگهي، دهليءَ تائين ويندي هئي. ان وقت بمبئي- بڙودا سينٽرل انڊيا ريلوي شروع ٿي هئي. پر آگ گاڏيون رڳو بمبئيءَ کان وٺي احمد آباد تائين هلنديون هيون. جن کي بمبئيءَ وڃڻو هوندو هو سي دهليءَ مان ڇڪڙن ۾ چڙهي، جئپور، اجمير، پالڻپور وغيره منزلون هڻندا، احمد آباد ويندا هئا ۽ اُتان آگ گاڏيءَ ۾ چڙهي، بمبئيءَ ويندا هئا. آڳاٽي زماني ۾ ملتان بہ سنڌ جي حد ۾ هوندو هو. سنڌي ماڻهو، ملتان کان بمبئيءَ ويندا هئا. تنهنڪري، بمبئيءَ جا رهاڪو، اڄ تائين سنڌي ماڻهن کي "ملتاني" ڪوٺيندا آهن. راج رشي ڏيارام گدومل جي "جيون چوتر" مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو 1874ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏيڻ لاءِ بمبئيءَ ويو هو ۽ اتي پهچڻ ۾ چار مهينا ڪن لڳا هئس. ان جو سبب اهوئي هو. جو سفر جي سهوليت ڪانہ هئي.

سنڌ کي 1843ع ۾ انگريزن جي جنرل سرچارلس نيپيئر مياڻيءَ واري جنگ ۾ فتح ڪري برٽش سلطنت جي ماتحت ڪيو. سنہ 1847ع ۾ سنڌ جي جدا صوبي واري حيثيت کي ختم ڪري، ڪن مصلحتن جي آڌار تي سنڌ کي بمبئي صوبي سان ڳنڍيو ويو. وڏي جدوجهد کان پوءِ اپريل 1936ع ۾ سنڌ کي وري جدا صوبي واريءَ حيثيت سان، بحال ڪيو ويو.

ورهاڱي کان پوءِ سنڌ مان لڏي ويل تمام گهڻا سنڌي هندو بمبئيءَ ۾ آباد آهن. جن جو تعداد ڏهہ لک کن آهي. انهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ثقافت کي بچائڻ لاءِ آديپور، ڪڇ ۾ "انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۽ دهليءَ ۾ سنڌي اڪيڊمي قائم ڪري، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان پنهنجي محبت جو ڀرپور اظهار ڪيو آهي. اُن کان سواءِ بمبئيءَ ۾ جسلوڪ هاسپيٽل ۽ نئشنل هاسپيٽل اُنهن سنڌين جون وڏيون اسپتالون آهن. بمبئيءَ جو الهاس نگر وارو علائقو انهن سنڌين جي خاص وسندي آهي. بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جو الڳ شعبو قائم ڪري سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن. سنڌي زبان جا نالي وارا اديب: سندري اتمچنداڻي، ناڪر چاولا، ٻارو چاولا، نند جويري، مايا راهي، منوهر متلاڻي، شريڪانت صدف، وشنو ڀاٽيا، واسديو نرمل، هلديو متلاڻي، جڳديش لڇاڻي ۽ ٻيا بمبئيءَ ۾ آباد آهن. سرڳواسي رام پنجواڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، اي. جي. اُتم، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، پوپٽي هيراننداڻي، گوبند پنجابي، لعل پشپ، هري موٽواڻي، گوبند مالهي، ڪرشن راهي، شيام جئسنگهاڻي، جئوير بہ بمبئيءَ ۾ رهائش پذير هئا. سنڌ جي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان علحدگيءَ واري جدوجهد لاءِ ڏسو تفصيل "سنڌ" جي عنوان هيٺ.

**بمبئي ائڪٽ نمبر 4 سال 1863 (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب اي. بي. ليميو رائير جو لکيل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 13 صفحا ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپايل آهي. گورنمينٽ پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1937ع ۾ ڇپيو.

**بمبئي علائقي جو سرڪاري تعليم ڪاتو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپو ڪراچيءَ جي طرفان شايع ٿيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 102 صفحا ۽ قيمت 5 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو ٻيو گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپو الحق پريس، حيدرآباد مان سال 1915ع ۾ ڇپيو.

**ٻمپيو خرم:** تعلقي ڪنگريءَ، ضلعي خيرپور ۾ هڪڙي ڊيهہ.

**ٻمرا:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. جيڪا اڪثر حيدرآباد ۽ ٺٽي ضلعن ۾ رهي ٿي.

**ٻم گولو:** بارود جو گولو. بارود سان ڀريل گولو. جيڪو پهريون ڀيرو 724هہ/ 1324ع ۾ هٿيار طور غرناط جي شاهہ اسماعيل عيسائين جي لشڪر تي استعمال ڪيو هئي گولو نفط جي ذريعي قلعي جي برج تان عيسائين جي لشڪر تي اڇليو ويو هو. جڏهن گولو ڦاٽو تہ ان مان ڦوهاري وانگر چڻنگون پکڙجي ويون ۽ گهيري ۾ آيل لشڪر جي وچ ۾ وڃي ڪريو. انهن مان ڪين ايترو ئي نقصان پهتو. جيترو بجليءَ جي گولي مان پهچي سگهي ٿو. هن وقت بهترين جنگي هٿيار "بم گولو" آهي. جيڪو دشمن کي تمام گهڻو جاني نقصان پهچائي ٿو.

**ٻنُ:** ٻيلو، جهنگل. ڏکڻ ايشيا ۾ بنگلاديش جو 'سندربن' نالي ٻيلو مشهور آهي. ان کان سواءِ هندستان جو 'بندرابن' مشهور تيرٿ آستان آهي.

**ٻنُ[2]:** ڊبل روٽيءَ جو هڪ قسم (Bun).

**ٻنُ[3]:** سخت پٿريلي زمين، جيڪا کوهہ کوٽيندي ظاهر ٿئي.

**ٻنُ[4]:** پٿر جو هڪ قسم، جنهن مان ٿوبي ٺهندي آهي.

**ٻنُ[5]:** دادو ضلعي ۾ هڪ ٽڪر جو نالو. اُن ٽڪر تي اهو نالو اُن ڪري پيو آهي، جو اتي ٿوبين جهڙا پٿر آهن، جن تي جابلو ماڻهو ماني پچائيندا آهن.

**بنات:** اوني ڪپڙي جو هڪ قسم. ريشمي ڪپڙي جي هڪ قسم کي بہ 'بنات' چئبو آهي. "موزا ملوڪن جا، پريا بخمل بناتن" (ولي محمد رونجهو)

**بنات الاسلام:** حيدرآباد شهر جي ميمڻ محلي جو مشهور نياڻين جو اسڪول. جنهن جو بنياد 1940ع ڌاري سنڌي مسلم سوسائٽيءَ پاران، هالن جي مشهور علمي ادبي شخصيت مخدوم غلام حيدر صديقي رکيو هو ۽ هن اسڪول جي بنياد رکڻ واري تقريب ۾ ان وقت جو وزير تعليم ۽ ليبر سائين جي.ايم.سيد بہ شريڪ ٿيو هو. ڪجهہ سال اڳ حيدرآباد جي ڪجهہ بلڊرن هن اسڪول کي ڊاهي پلازائن ٺاهڻ جو منصوبو رٿيو هو. پر سنڌ جي سڃاڻ شخصيتن ان جي خلاف آواز بلند ڪري، هن تاريخي اسڪول جي حيثيت بچائي ورتي.

**بنات المسلمين:** ڪراچيءَ شهر ۾ آرٽلري ميدان وارو هڪ مدرسو. اُن جو بنياد 1330هہ/ 1911ع ڌاري، دهليءَ ۾ مولانا عبدالستار رکيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مدرسي کي ڪراچيءَ منتقل ڪيو ويو. هتي پرائمري تعليم، قرآن شريف جو ترجمو ۽ عربي زبان پڙهائڻ لاءِ بندوبست ٿيل آهي. مدرسي جي عمارت ذاتي آهي.

**بنات النعش:** اُتر قطب ڏانهن قطب تاري کي ڦرندڙ ستن تارن واري نکٽ (ڪُت، دُب اڪبر) جا پڇاڙيءَ وارا ٽي تارا.

**بنارس:** هيءُ شهر ڏکڻ اوڀر اتر پرديش (ڀارت) ۾ گنگا نديءَ جي ڪناري تي آباد آهي. ڇهين صدي ق. م کان هندن جو عظيم مرڪز رهندو اچي. ٻڌ مت ۽ جين مت وارا بہ هن کي مقدس تصور ڪندا آهن. هر سال هتي ياترا لاءِ 10 لک ماڻهو ايندا آهن. سونهري مندر (1777ع) ۽ اورنگزيب عالمگير جي تعمير ڪيل عظيم الشان مسجد هتي واقع آهي. هي ڪارخانن جو شهر آهي، جن ۾ ڪپڙي جا ڪارخانا، خصوصاً زرتار ريشمي ڪپڙو، پتل جي سامان جا ڪارخانا مشهور آهن. هتي هندو يونيورسٽي قائم ڪئي وئي آهي. هن شهر جو قديم نالو "ڪاشي" آهي، جنهن کي "وارا ناسي" بہ چوندا آهن. هتي هندن جو وڏو تيرٿ، "ڪاشيءَ" جي نالي سان موجود آهي. هندن جي خيال ۾ اهو "رام" جي جنم ڀومي آهي. بنارس جو ڪپڙو ۽ ساڙهيون مشهور آهن. خيرپور شهر ويجهو 'بنارس ڪالوني' آهي، جتي بنارسي ڪپڙو ۽ ساڙهيون ٺهنديون

آهن. اهڙي ساڳي ڪالوني ڪراچيءَ ۾ بہ آهي. انهن ڪالونين ۾ بنارس مان لڏي آيل ڪاريگر ۽ انهن جو اولاد اهو ڪم ڪندا آهن. شاعرن بنارس جي صبح کي پنهنجي شاعريءَ ۾ تشبيهي طور ’صبح بنارس‘ چئي ڪم آندو آهي، ڇوتہ بنارس جو صبح ۽ اوڌ جي شام نهايت خوبصورت ٿين ٿا.

**بناسپتي گيهہ / گِهہُ:** تيل ۽ بناسپتي گيهہ ۾ فرق اهو آهي، جو تيل ۾ هائڊروجن گئس جو مقدار ٿورو هوندو آهي ۽ بناسپتي گيهہ ۾ گهٽ، تنهنڪري تيل مان گيهہ ٺاهڻ لاءِ هائڊروجن گئس وجهڻ ضروري آهي. گيهہ ۾ هائڊروجن گئس آزاد حالت ۾ نہ، پر ڪيميائي حالت ۾ موجود هوندي آهي.

**بناءُ الاسلام:** مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو هيءُ شعري مقالو اسلام جي بنيادي قاعدن متعلق آهي، جنهن جي ابتدا هن طرح ڪئي وئي آهي:

سڀ ساراه صاحب کي، جوڙيا جنہ جهان،
عرش خلقيائين ۽ ڪرسي، پونيون، آسمان

مخدوم صاحب عربي ۽ فارسي ڪتابن جي مدد سان هيءُ مڪتوب، 5 ذوالحج 1143هہ (1731- 1730ع) تي پورو ڪيو آخر ۾ فارسي نوٽ ۾ ان کي ”عقائد سنڌي“ بہ سڏيو ويو آهي هن ڪتاب ۾ ڪل 221 ورق آهن. سائيز 22x5 سينٽي ميٽر اٿس ۽ هر صفحي تي 11 سٽون، عربي شعر ڳاڙهي مس سان لکيل آهن.

**بناءُ الاسلام**[2] **(ڪتاب):** هن نالي سان هيءُ ڪتاب حاجي احمد خان ابڙي، سهوليت خاطر موجوده صورتخطيءَ ۾ نقل ڪري ڇپايو تہ جيئن پڙهندڙ سولائيءَ سان پڙهي سگهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ ڇپيو ان کان پوءِ ٻيو ڇاپو محمد يوسف ”شاڪر“ ابڙي، ڪرائون سائيز ۾ ڇپايو جنهن ۾ 264 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو تازو ڇاپو ڊبل ڪرائون سائيز ۾ شايع ٿيو آهي.

**بنبل:** مسلمانن جي هڪ ذات جو هڪ نالو جيڪي اڪثر سکر ۽ جيڪب آباد ۾ رهن ٿا.

**بنبلي:** تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**بَن تِڪي:** هڪ قسم جو ٻوٽو جيڪو پسارڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. هيءَ ڪنڊريل ٽارين سان ڇيلهہ جيترو ٻوٽو ٿيندو آهي، جنهن جا پن مينديءَ جيان ۽ ڦر ڪانول پيروڻ جيان ٿين ٿا. ڦر پچڻ کان پوءِ اندران سائي رنگ جا ٻج نڪرندا اٿس. ڪچي ۾ سائو پچڻ ڪانپوءِ نيراڻ تي مائل هوندو آهي.

**بند:** اُتل کان بچاءَ لاءِ مٽيءَ يا پٿرن جو بند جيڪو پاڻيءَ کان روڪ لاءِ ٻڌجي. بلوچستان جي جابلو پاڻي کي روڪڻ خاطر بچاءَ بند ۽ سنڌوءَ جي ٻوڏ کان بچڻ لاءِ بند وغيره. ڪيٽي بندر واري علائقي ۾ درياءَ جي ڪاهي ڪپ کان شروع ٿيندڙ بچاءَ بند، جنهن کي عام طرح ”ڪچي وارو بند“ چيو ويجي ٿو اهو سجاول تعلقي کان شروع ٿي، تعلقي شاهہ بندر ۾ ختم ٿئي ٿو اهو بند مختلف هنڌن تان لنگهڻ سبب مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو مثلاً تعلقي سجاول ۾ هن کي ”بيگاري بند“ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو: تعلقي شاهہ بندر ”مولچند- شاهہ بندر“ بند جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جيڪو سجاول کان شروع ٿي، تعلقي جاتيءَ مان وڃي، تعلقي شاهہ بندر ۾ پهچي ٿو هن علائقي جي ٻين لوپ بندن ۾ نهير لوپ بند، هيلو لوپ بند، ڪوٽ عالمون لوپ بند، سورجاڻي لوپ بند، راڻنا لوپ بند، لنڊي بند ۽ گونگڙي ڪارب بند جا نالا ذڪر جوڳا آهن. ان کانسواءِ تعلقي جاتيءَ ۾ منارڪي بند، جيڪو موريءَ وٽ ختم ٿئي، تعلقي شاهہ بندر چيو وڃي ٿو جنهن کي اڳتي هلي قادر ڏني شاهہ بند جي جڳهہ تي ڪانٽي واهہ جي سڄي پاسي واري بند کي درياهي بند طور تبديل ڪيو ويو مذڪوره بند اڳتي هلي وري ”ڪوڪا وارو بند“ ڪوٺجڻ لڳو انهن دريائي بندن کان سواءِ حڪومت پاران هن علائقي کي سامونڊي کاري پاڻيءَ جي اٿلڻ کان محفوظ رکڻ لاءِ تعلقي جاتيءَ جي اوڀر ڏکڻ طرف کان هڪ وڏو بند ڏنو پيو وڃي، اهو بند جاتي تعلقي جي ڳوٺ ”راڄ ملڪ“ جي ڏکڻ ۾، پاڪستان پاران عالمي بئنڪ جي تعاون سان ٺهي رهيو آهي. هن بند جو سرڪاري نالو ”ٽائيڊل لنڪ بند“ آهي عام ماڻهوان کي ”وڏو بند“ سڏين ٿا.

**بند**[2]: سڪل ڪانن جو ڳڏو.

**بند**[3]: گهوڙي يا ڪُتي جو اثرائتو ڇَڪُ بہ بند سڏبو آهي.

**بند**[4]: غزل، نظم يا گيت جي شعري حصي کي بہ ”بند“ چئجي ٿو.

**بند**[5]: ’بند‘ قيدخاني کي بہ چئبو آهي.

”جي ڪَرَ لڌائون، تہ بنديءَ بندُ نہ ساريو“ (شاهہ)

**بند اکين ۾ ڪجهہ يادون ۽ ڪجهہ سپنا (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مشهور اديب، ڪهاڻيڪار ۽ ”سهڻي“ رسالي جي ايڊيٽر طارق اشرف مرحوم جي سمورين ڪهاڻين جو گڏيل مجموعو آهي. جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ، سنڌس وفات کان پوءِ سهيڙي 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن مجموعي ۾ (1) ”سونهن، پٿر ۽ پيار“ (2) زندگيءَ جو تنها مسافر“ ۽ (3) ”درد جا ڏينهن، درد جون راتيون“ جي 36 ڪهاڻين کان سواءِ طارق اشرف جون 6 اڻ ڇپيل ڪهاڻيون بہ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ سندس 42 ڪهاڻيون موجود آهن.




**بَند پُراڻُ:** تعلقي جيمس آباد (هاڻي ڪوٽ غلام محمد) ۾ هڪ ديهہ (قديم پُراڻ درياءَ جي بند واري ايراضي).

**بند جاني:** ضلعي شهدادڪوٽ- قمبر، تعلقي وارهہ ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو.

**بند دروازا:** سنڌ ۽ هند جي ناميار ي ڪهاڻيڪار لکمي ڪلاڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو ”بند دروازا“ ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت صرف 8 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب آگسٽ 1981ع ۾، آرميڪ سنڌي ساهتيہ پرچار، پوني (پارت) پاران ڇپجي پڌرو ٿيو هن ڪتاب ۾ ليکڪ جون 12 ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جي پٺئين ٽائيٽل تي مقبول ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا لکيو آهي تہ ”هندستان ۾ سنڌي ادب کي ناقدن، سماج وگيان، من وگيان ۽ اُلٽ وگيان جي ٽن دورن ۾ بند ڪيو آهي. جي اديب پنهنجي جداگانہ شخصيت ۽ انداز بيان سان ٽن دورن کان آزاد رهيا آهن، تن ۾ ڪهاڻيڪار لکمي ڪلاڻي آهي.“

**بند دروازو:** هيءُ ناول هند جي ناميار ي پنجابي/هندي ليکڪا ۽ شاعره امرتا پريتم جو لکيل آهي، جنهن جو هنديءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌ جي ناميار ي اديب ولي رام ولڀ ڪيو آهي. هيءُ’ڪملا‘ نالي ڪردار جي محبت تي ٻڌل هڪ سماجي ناول آهي. هن ناول جي سنڌي ترجمي جو پهريون ڇاپو 1978ع ۾ آگم پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران 1991ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**بَنُدَر:** مالوند مارو ماڻهن يا پاڳين جي اصطلاح ۾ ڊيگهہ ۾ ٺهيل آھُرو، جنهن ۾ هڪ ئي وقت ۾ گهڻا ڍور چارو ڪائي سگهندا.

**بندر/ بندرگاهہ:** درياءَ يا سمنڊ جي ڪناري تي جهازن، ٻيڙن ۽ ٻيڙين وغيره جي بيهڻ ۽ مال ۽ ماڻهن جي لهڻ چڙهڻ جي جاءِ. درياءَ يا سمنڊ جي ڪناري وارو شهر. آڳاٽي دؤر کان وٺي بندر جي وڏي اهميت رهي آهي. هٿرادو



بندر ڪان سواءِ، قدرتي بندر بہ ٿيندا آهن، جيڪي ساموندي نالن ۽ دريائن جي ڪنارن تي ٿين ٿا. بندر لاءِ لازمي آهي تہ ڪناري وٽ سمنڊ اونهو هجي تہ جيئن جهاز ڪناري ۾ ڦاسي نہ پوي ۽ ان ڪان سواءِ بندر واري هنڌ ايڏيون تيز ساموندي ڇوليون بہ نہ هجن، جو جهاز لڙهي وڃن. بندر وسيلي مختلف ملڪن سان واپار ڪيو ويندو آهي ۽ ماڻهو سير سياحت لاءِ بہ ويندا آهن. بندر تي اعليٰ درجي جا انتظام ٿيل ۽ سامان رکڻ لاءِ گودام ۽ مسافرن جي سهوليت لاءِ پيا جوڳا اُپاءَ پڻ ورتل هوندا آهن. سنڌ ۾ سمنڊ ۽ درياهہ جي ڪنارن سان ڪيترائي بندر هئا، جيڪي آمد و رفت ۽ واپاري حوالن سان ملڪان ملڪ مشهور هئا. سنڌ جي ساموندي ۽ دريائي بندرن تان تقريباً دنيا جي هر ملڪ ڏانهن تجارتي ٻيڙا مال سان پرجي ويندا هئا. ديبل بندر، سنڌ جو تمام گهڻو مشهور ۽ تاريخي بندر هوندو هو. عربن، ديبل بندر وسيلي ئي، سنڌ تي ڪاهہ ڪئي. اهو ديبل بندر، انهيءَ ڪان بہ اڳ سڪندراعظم واري دؤر ۾ "باربريڪان" جي نالي سان مشهور هو. تقريباً پوريءَ دنيا ڪان واپاري ٻيڙا ان بندر تي ايندا هئا. ٺٽو هڪ مشهور شهر ۽ دريائي بندر هو. ان ڪانسواءِ لاهري (لهري/ لاڙي) بندر، لوهاراني بندر، جاڪي بندر، ڏاراجا بندر، سنڌو بندر، اورنگابندر، شاهہ بندر، ڪيٽي بندر، بستا بندر، وڪر بندر، علي بندر ۽ سنڌڙي بندر وغيره، سنڌ جا مشهور ساموندي بندر هئا. انهن بندرن تان ايراني نار، بصري، مسقط، بحرين، ڪڇ، ڪاٺياواڙ سورت، ملبار، جهوناڳڙهہ، بمبئيءَ، پور بندر، سون مياڻيءَ، بندر عباس، گوادر، لکپت، مدراس، مڪران، مارواڙ، ڪانگو چين، بنگال، منيلا، لنڪا، جاوا ۽ انڊونيشيا تائين تجارتي سامان جي آمد و رفت جاري هوندي هئي. 11 صدي عيسويءَ جي شروع واري عرصي ڌاري لوهاراني بندر تمام گهڻو مشهور هو. محقق البيرونيءَ بہ انهيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. ٺٽو معروف دريائي بندر هو. ننڍا غوراب ۽ ٻيڙا ٺٽي بندر تي ايندا هئا. هتان مال ڏيساور روانو ٿيندو هو. ٺٽي بندر جي معرفت ئي پورچوگيز آيا ۽ هتي تاريخي تباهي مچايائون. اڪبر بادشاهہ جي ڏينهن ۾، سنڌو درياهہ ۾ چار هزار ڪن ٻيڙيون هلنديون هيون، جن مان اڪثر ٺٽي جي دريائي بندر تي لڳنديون هيون. لاهري بندر هڪ اهم ساموندي بندر هو. ابن بطوطہ 34_ 1333ع ڌاري سنڌو درياءَ رستي سيوهڻ ڪان لاهري بندر آيو هو. هُن هِن بندر جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. اهو لاهري بندر مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي ڊيلٽا واري سنڌو درياءَ جي ڪناري تي هڪ ڪشادو بندر هو جتي 200 ڪان 300 ٽنن جا جهاز بيهي سگهندا هئا. 17 صدي عيسويءَ ۾ هيءُ بندر هندستان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مکيہ لنگهہ ۽ پرڏيهي ۽ سنڌ جي ساموندي تجارت جو مرڪز هو. هن بندر تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ڪارخانو بہ هو. بقول ابن بطوطہ، هتي عربستان ۽ ايران ڪان ماڻهو ايندا هئا. لاهري بندر تي 60 لکن جو محصول گڏ ٿيندو هو. 1699ع ۾ جڏهن ڪئپٽن هئملٽن سنڌ ۾ آيو تہ هن اهي مشهور بندر ڏٺا ۽ انهن جي تمام گهڻي تعريف ڪيائين. 1831ع ۾، جڏهن اليگزينڊر برنس سنڌو درياهہ پار ڪيو، ان وقت وڪربندر ۽ شاهہ بندر، سنڌ جا مشهور ساموندي بندر هئا. 1837ع ڌاري وڪر بندر جي اهميت مچيل هئي. شاهہ بندر، ارڙهين صديءَ عيسويءَ جي پوئين اڌ ۾، تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي. ڪيٽي بندر، اورنگا بندر ۽ سنڌو بندر بہ اهم بندر هئا. اورنگا بندر تي تہ انگريزن جو ڪارخانو هو. جيڪو پوءِ بندر ڦٽڻ جي ڪري، شاهہ بندر ۾ قائم ڪيو ويو. سنڌو بندر، اناج جي واپار لاءِ خاص بندر هوندو هو. سنڌ جا بحري بندر، ساموندي ٻيڙن جي صنعت لاءِ پڻ تمام گهڻو مشهور هئا. اليگزينڊر برنس، نڪولس وٿنگٽن، ابن بطوطہ، البيروني، پوسٽنس، هينري پاٽنجر، اليگزينڊر هئملٽن، انٽنيونيو بوڪارو ۽ ٿامس رو وغيره جهڙن ڪيترن ئي پرڏيهي سياحن ۽ گماشتن سنڌ جي بندرن جو احوال پنهنجي ياداشتن ۾ لکيو آهي. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا نهايت وڏا وڏا جهاز، جهڙوڪ "ڊسڪوري"، "لنڊن"، "ايگل"، "وليئم"، "بليسنگ"، "هوپ ويل"، "ايڪسپيڊيشن"، "روينج"، "لئناريٽ"، "بامبي گرئب" ۽ "ٽائيگر ڪاليڪٽ" وغيره باقاعدگيءَ سان سنڌ جي بندرن تي ايندا رهندا هئا.



هن وقت سنڌ ۾ ٻہ اهم بندرگاهہ آهن. هڪ ڪراچي بندر ۽ ٻيو بن قاسم بندر. ڪراچي بندر جي تعمير جو ڪم 1854ع ۾ شروع ٿيو ۽ پهرين اپريل 1887ع تي هن بندر باقاعدي ڪم شروع ڪيو. پاڪستان جو 75 سيڪڙو واپار ڪراچي بندر وسيلي ٿيندو آهي. ڪراچي بندرگاهہ جي سالياني آمدني 6 ارب رپين ڪان وڌيڪ آهي. 5 آگسٽ 1972ع تي ڪراچيءَ ڪان 35 ميل پري پپريءَ جي پرسان محمد بن قاسم جي نالي تي بن قاسم بندر جو بنياد رکيو ويو. بن قاسم بندر بہ هن وقت سنڌ جو وڏو بندر آهي. هن بندر تان تقريباً هڪ ڪروڙ 30 لک ٽنن ڪان وڌيڪ مال جهازن تان لاٿو ۽ چاڙهيو وڃي ٿو. آڳاٽي وقت ڪان وٺي سنڌ جا وڻجارا بندرن وسيلي ٻيڙيون مال سان ڀري، پري پري تائين ويندا هئا. سنڌ جا وڻجارا، واپاري ۽ ناکئا اولهہ طرف عربي سمنڊ جهاڳي، عدن تائين ويا ٿي تہ اوڀر طرف گهڻو پري جاوا ۽ سوماترا تائين ٿي پهتا. سنڌو درياهہ جي بندرن وسيلي آڳاٽي وقت ۾ دهلي، پنجاب، ڪشمير ۽ افغانستان تائين سنڌ مان مال ويندو هو ۽ ساڳيءَ طرح انهن ملڪن مان

تجارتي سامان سنڌ ۾ ايندو هو. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ ميين شاهه عنات رحه ۽ شاهه لطيف رحه بندرن، ترن، وڻجارن، ناکئن، ملاحن، ٻيڙن، جهازن، سمنڊ جي هوائن، طوفانن، لهرن ۽ لپيٽن جو ذڪر ڪيو آهي.

بندر ديسان ديس، مُلهه نه ملي وارِئين،
فقيراڻي ويس، امل ڏين اتوريا. (شاهه)

**بندرا بني** (راڳڻي): ڪافي ٺاٺ جي اوڊو راڳڻي، جنهن ۾ ڌيوت ۽ گنڌار آروهي ۾ ورج آهن ۽ امروهي ۾ صرف گنڌار ورج آهي. ڪي ڌيوت جي لڳي امروهيءَ ۾ ڏيندا آهن. رکب وادي ۽ پنچم سموادي سُرَ آهن ۽ مڌ ماڌ ۾ نکاد سموادي هجي ٿو. ڪي پنڊت لکن ٿا ته نکاد تيور هيشه هڻڻ سان بندرا بني، مڌ ماڌ کان الڳ ٿي وڃي ٿي. ٻئي نکادون لڳن ٿيون، آروهي ۾ تيور ۽ امروهي ۾ ڪومل. هي به سارنگ جو قسم آهي.

هن راڳڻي جي خاص تان: سا- ري- پا ما ري- سا- نا پا- ناِ سا- ري- پا ما ري- ما پا- ڌي پا ما ري- سا آهي، هن جي آروهي: سا ري ما پا ني سا ۽ امروهي سا نا ڌي پا ما ري سا آهي، جڏهن ته وادي سُر رکب ۽ سموادي سُر پنچم آهي. هي راڳڻي ٻپهري جو ڳائبي آهي.

**بندر راولي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڏيارام مهراج ڪويسر جو لکيل آهي. هن پاڪيٽ سائيز ڪتاب جي قيمت 2 آنا اٿس. ڇاپو پهريون، مهاوير پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1942ع ۾ ڇپيو.

**بند ڪوراڙ**: تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه، جيڪا درياهه جي قديم ڍهڪري سان لاڳو آهي. اُتي درياءَ ڪي قديم بند ڏنو ويو آهي.

**بندگاهي**: تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'گونگو پير'، 'شيخ خان' ۽ 'ڊِپ ڪوڙو'.

**بند گوبي**: ڀاڄيءَ طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي سبزي، جيڪا ذائقي ۾ گوبيءَ جهڙي ٿئي. هن ۾ گل جي بدران پن ٿين، جيڪي مڪڙيءَ وانگر هڪٻئي جي مٿان ويڙهيل هوندا آهن. بند گوبيءَ ۾ وٽئمن، اي، سي ۽ نمڪيات، چُن ۽ فاسفورس گهٽي مقدار ۾ موجود هوندو آهي. هيءَ ڀاڄي سياري جي پيداوار آهي. بند گوبيءَ جي ٻوڪ لاءِ ڀهرين ٻيڄو ٻوڪبو آهي، پوءِ وهراج ڪبو آهي.



**بند مراد**: هيءُ بند، حب نديءَ جي ڪناري تي ٺهيل آهي. هيءُ بند ڪراچيءَ کان اتر طرف، منگهي پير کان 15 ڪلوميٽر پري آهي. هن وقت، هن بند جو گهڻو حصو حب نديءَ جي وهڪري سبب لڙهي چڪو آهي، پر هن بند جو بچيل حصو اها شاهدي ڏئي ٿو ته هيءُ اڳاٽو بندُ هڪ شاهڪار تعمير آهي. هيءُ بند هڪ مقامي وڏيري مراد خان پنهنجي ذاتي خرچ ۽ جاڪوڙ سان تعمير ڪرايو هو. انهيءَ ڪري هن بند تي "بند مراد" نالو پيو هن وقت حب نديءَ تي "حب ڊئم" نالي هڪ عظيم بند ٺهي چڪو آهي، جيڪو علائقي جي جر (هيٺئين پاڻي) ۾ پاڻيءَ جي سطح وڌائڻ سبب ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو آهي. جيڪڏهن حب ڊئم کان ڏکڻ طرف حب جي ماٿريءَ ۾ نهاربو ته هنڌ هنڌ ساوڪ ۽ ساوا کيت نظر ايندا. ماضيءَ ۾ اهوئي ڪم بند مراد ڪندو رهيو هو. بلوچستان جي ضلعي لس ٻيلي ۽ خضدار کان سواءِ کيرٿرجبل جي الهندي پاسي، جابلو ندين ۽ ڊورن جي پيٽ ۾ بند ٺهڻ جو رواج گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار سال پراڻو آهي. اهڙن قديم بندن جو سڀ کان پهريون ذڪر مسٽر هيوز بلر 1901ع ۾ ڪيو هو، جنهن بلوچستان جي سارونا ماٿريءَ ۾ احمد بند ۽ پير مونا ڳوٺ بند ڏٺا هئا. صرف سارونا ماٿريءَ ۾ اهڙن بندن جو تعداد چاليهه پنجاهه آهي. نئين ونڊر جا اڪثر ڊورا آڳاٽن بندن جي موجودگيءَ جا شاهد آهن. خود بند مراد ويجهو تاريخ کان آڳاٽي آباديءَ جا اهڃاڻ موجود آهن.هتي همدرد يونيورسٽيءَ جي شاندار نئين ڪئمپس اڏي وئي آهي.

**بِنڊو آدم**: گهوٽڪي ضلعي جي تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو

**بند واري**: ميرپورماٿيلي ۽ ڏگهڙي تعلقن ۾ ڪن ديهن جو نالو جيڪي درياهه جي قديم وهڪرن جا يادگار آهن.

**بَنڊُوق**: هڪ قسم جو بارودي هٿيار، جنهن ۾ گوليون يا ڪارتوس وجهي ڇوڙجن. پهريون پيرو بارودي بندوقن واري دستي (جامڪي دار بندوقن) جي تشڪيل (جنوري 1517ع) شام ملڪ جي مملوڪ حڪومت ۾ نظر اچي ٿي. ان وقت ان هٿيار جو نالو "البندُوق الرصاص" مشهور ٿيو هو. دستي بندوق يعني بندوقيه ۽ لفظ "رصاصه" يعني گولي يا ڪارتوس واري بندوق. ان کان پوءِ بُندقيه ۽ بندقيات جا لفظ گهڻو استعمال ٿيا. مملوڪين بندوق جو استعمال 1490ع ۾ ڪيو ليڪن يورپ ۾ دستي بندوق جو استعمال 1365ع ۾ شروع ٿي ويو هو. ڇٽن صدين تائين بندوق جي استعمال تي ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ ڌيان ڏنو ويو فقط آلِ عثمان، بندوقن جي استعمال ۽ ان جي سپاهه کي وسيع پيماني تي تربيت ڏئي فوج جو اهم حصو بنائي ڇڏيو. جڏهن ته مملوڪين ۽ عالم اسلاميءَ جي ٻين فرمانروائن ان کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. نتيجي طور اولهه ايشيا ۽ مصر جي مستقبل تي وڏو اثر پيو صرف اڍائي سالن (آگسٽ 1514ع کان جنوري 1517ع) ۾ عثمانين، صفوين کي شڪست ڏيئي مملوڪين جي سلطنت کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي سلطنت ۾ قديم اسلامي دنيا جا علائقا شامل ڪري ڇڏيا، جن تي انهن جو قبضو 20 صديءَ ۾ سنڌن سلطنت جي زوال تائين برقرار رهيو.

مختلف ماخذن موجب پهريائين 1422ع کان وٺي 1450ع تائين عثماني سلجوقين جنگين ۾ بندوق کان ڪم ورتو عثماني پنهنجي زبردست ملڪن مان بارود لاءِ لوهه، شيهو، ٽامو، گندرف ۽ اعليٰ قسم جي شوري جو خام مال حاصل ڪندا هئا. جيڪو جنگ لاءِ ضروري هوندو هو ان بعد سڄي يورپ ۾ بارود، بندوقن ۽ توپن ناهڻ جا ڪارخانا کلي ويا ۽ ملڪن جي سرحدن تي بارودي بندوقن جو رواج عام ٿي ويو. ويندي اوڻيهين ۽ ويهين صديءَ تائين اهو سلسلو جاري رهيو سنڌ ۾ پهريون پيرو محمد بن قاسم. سنڌ جي راجا ڏاهر جي خلاف روغن نفط استعمال ڪيو. جيڪو ساڊو آتشين هٿيار هو. تاريخ فرشته جي لکڻ موجب، محمود غزنويءَ هتي جنگ ۾ شوري (تيزاب) جو استعمال ڪيو اڪبر جي دور ۾ سڄيءَ سنڌ ۽ هند ۾ جامڪي دار بندوقون شروع ٿي چڪيون هيون. بارودي هٿيارن جي سکيا لاءِ اورنگزيب پنهنجي لشڪر جي سپاهين جي تربيت لاءِ ترڪن، عربن ۽ پورچوگيزن کي به ملازم رکيو هن وقت دنيا ۾ بندوقن جا جيڪي نمونا هلندڙ آهن، تن ۾ هڪ نال واري بندوق، ٻُنالي بندوق، ريپيٽر، ڪلاشنڪوف ۽ ٻيا قسم مشهور آهن.

**بندولَ**: دريائي ۽ سامونڊي ٻيڙيءَ جو هڪ حصو. دريائي ٻيڙيءَ جي 'واڙ' يا 'ٻانهين' کي بندول چوندا آهن ۽ ڪاري جي ٻيڙيءَ جي مٿان سطح واريءَ جاءِ (ڏڪَ) جي ٽيڪ کي بندول چوندا آهن.

**بِندو مراد:** جيڪب آباد ضلعي جي ڪشمور تعلقي ۾ هڪ ديهه.

**بند ويرهه:** هن کي عام طرح ”بند ويري“ به چوندا آهن. تعلقي مانجهند (اڳ ڪوٽڙي) ۾ هڪ تپو آهي، جنهن ۾ هيٺيون ديهون شامل آهن: ديهه ’بند ويرهه‘، ديهه ’ايلچي‘، ديهه ’ڪاڪوڙ‘، ديهه ’وڏي ٻَهِڻي‘ ۽ ديهه ’ڪرهي‘.

**بنده علي خان ٽالپر:** ناميارو سياستدان مير بنده علي خان، تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. 1930ع ۾ بمبئي اسيمبليءَ جو رڪن منتخب ٿيو ان ئي عرصي ۾ سنڌ سيپريشن ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. 1937ع تائين اسپيشل مئجسٽريٽ ۽ گهڻي وقت تائين حيدرآباد ڊسٽرڪٽ بورڊ جو صدر پڻ رهيو. ساڳئي سال سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ سر غلام حسين هدايت الله جي ڪابينه ۾ وزير مقرر ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ شهيد الله بخش سومري جي ڪابينه ۾ به رهيو. بعد ۾ 1940ع ڌاري پنهنجي وزارت ٺاهيائين ۽ سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. 1946ع ۾ وري سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبر طور چونڊيو ويو. انهن ڏينهن ۾ جڏهن 19 مارچ 1946ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگي وزارت خلاف عدم اعتماد جي تحريڪ هلي ته نئشنل ڪانگريس طرفان تحريڪ جو ساٿ ڏيڻ لاءِ کيس وڏي رقم ڏني وئي.

ورهاڱي کان پوءِ 1953ع ۾، مير بنده علي خان هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو، پر پوءِ جلد ئي سياست ترڪ ڪري، گوشه نشين ٿي ويو. سندس وفات 7 جنوري 1975ع بمطابق 1394هه ٽنڊي غلام علي ۾ ٿي.

**بند ۽ مڪت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب وويڪ آنند جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 28 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇهه پايون ڄاڻايل آهي. منش متر منڊليءَ، لاڙڪاڻي مان سال 1913ع ۾ ڇپيو. پريس جو نالو ڄاڻايل ناهي.

**بَنڊي:** دڪانداريءَ ۾ ليکي چوکي جو ڪتاب، جنهن ۾ روزاني ڏيتي ليتيءَ جو حساب داخل ڪندا آهن. وهي“ به ليکي چوکي جو ڪتاب آهي، پران ۾ هرهڪ اسم جو پَنو (صفحو) جداجدا هوندو آهي، تنهنڪري ’بنڊيءَ‘ کي ’وهي‘ ڪونه چئبو.

**بِنڊي ترپاٺي:** تعلقي ٻني عاقل جي هڪ ديهه.

**بَنڊيچا:** ”جوکين“ جو هڪ قبيلو. ڊاڪٽر بلوچ جي ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ ۾ بنڊيچا قبيلي جي باري ۾ هيٺين معلومات ڏنل آهي ته ”هيءُ بلوچ قبيلو آهي، جيڪو حب واري علائقي ۾ ڪِيلو لٺاڙٽي ۽ پب جبل جي ’لڪ ڪُراڙي‘ وارين ايراضين ۾ آباد آهي. راڌا سندن سردار گهر آهي، جن جا ٻه پاڙا آهن: هڪ مرزاڻي ۽ ٻيا دُراڻي. هيٺيان بنڊيچا راڄ راڌن جا پاڻر آهن: سڄا، موسي پوٽا يا موسا، ٻُليجا، ڪُريڙا، باندڻ پوٽا، ساربي پوٽا، ٽونڊي پوٽا ۽ نوت.

**بندي شاهپور:** هن نالي سان شڪارپور ضلعي ۾ ديهه ۽ ڳوٺ آباد آهي.

**بندي موتايو:** تعلقي گنبٽ جي هڪ ديهه.

**بُنڊ ٽاري:** ضلعي سکر جي روهڙي تعلقي جي هڪ ديهه.

**بُنڊ:** گهوٽڪي تعلقي ۾ هڪ ديهه.

**بن سومار:** سومرن جي آڳاٽي ۽ پهرين مشهور سردار ’سومار‘ جو پٽ، جيڪو پنهنجي پيءُ جي نالي پويان ’ابن سومار‘ (سومار جو پٽ) سڏجڻ لڳو حالانڪ سندس پنهنجو ذاتي نالو ’راجپال‘ هو. ڪتاب ’سومرن جو دور‘ جي لکت موجب ’ابن سومار‘ سنه 423 هه (1032ع) ۾ سلطان مسعود غزنوي جي عهد حڪومت ۾ زنده هو.

**بِنفشو:** پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ گل، سائي رنگ تي سُڪل پن، جيڪي ڪَکن سان گڏيل ٿيندا آهن. حڪيمن جي چوڻ موجب ڪيترين ئي بيمارين لاءِ فائديمند آهي. عام ماڻهن وٽ خيال آهي ته هي وارن وڌائڻ، سنڌن جي سُور ۽ بدن جي خارش تي مالش ڪرائڻ سان فائدو ڏئي ٿو هن جا پن، ڏاڙهونءَ جي پنن جهڙا ٿيندا آهن. هيءُ ٻوٽو پنن ۽ گلن سميت دوائن ۾ استعمال ٿيندو آهي، جيڪو اڪثر ڪري ڪشمير ۽ نيپال ۾ پيدا ٿيندو آهي.

**بن قاسم:** هيءُ ريلوي اسٽيشن، ڪراچيءَ شهر کان 43 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، ڪوٽڙيءَ ڏانهن ويندڙ لائين تي آهي. هن ريلوي اسٽيشن کي سامهون، محمد بن قاسم جي نالي جو يادگار ساموندي بندر ”بن قاسم“ آهي. انهيءَ بندرگاهه کان، سڄي پاڪستان ۾ مال جي رسد کي پهچائڻ لاءِ، انهيءَ نالي سان ريلوي اسٽيشن به ناهي وئي آهي.

**بنڪم:** هڪ قسم جو ٻوٽو جيڪو پسارڪي وکر طور ڪم اچي. طبي لحاظ کان هن جو اڇو ڪارو ٻن قسمن جو ٻوٽو ٿئي ٿو. هن جو اڇو قسم مرگهي، جنون، چريائيءَ ۽ ڊيجڙي لاءِ ڪارآمد آهي. شراب سان گڏي ڏنو وڃي ته قابض آهي. ڦودني سان پيٽ جي ڪينئن ۽ پيشاب جي تڪليف جلندر، صفراوي دستن، اندرين سوڄ ۽ اندرين سيني عضون جي طاقت لاءِ مفيد آهي. هن جو ٻيو ڪارو قسم زهر قاتل آهي.

**بنگال/ بنگالو:** هن ملڪ جو اصل نالو ’بنگ‘ يا ’ونگا‘ مان نڪتو آهي. هن علائقي ۾ رهندڙ قوم غيرآريائي هئي، جنهن جو ذڪر ”ٻوڌي ادب“ ۾ ملي ٿو. اڳتي هلي اهو نالو بنگال جي ان علائقي لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو، جتي اها قوم آباد هئي. ’پال‘ ۽ ’سين‘ راجائن جي دور جو بنگال، گنگا نديءَ جي ڪيٽيءَ وارو علائقو آهي. اهڙيءَ طرح الهندي بنگال کي ”گوراڊا“ ۽ اترئين بنگال کي ”پوندرا وردن“ چوندا هئا، ليڪن اهو نالو ڪڏهن ڪڏهن سڄي بنگال لاءِ شمار ٿيندو هو. لفظ بنگال پهريون ڀيرو ’بلبن‘ جي زماني ۾ استعمال ٿيو هو. 1199هه/ 1784ع ۾ قطب الدين ايبڪ جو هڪڙو ترڪ سوار بنگال جي سرحد ۾ داخل ٿيو ۽ شهر بنا لڙائيءَ جي مسلمانن جي هٿ چڙهيو. ان بعد بنگالُ دهليءَ جي مسلمان حڪومت جي ماتحت رهيو. 1947ع ۾ قيام پاڪستان جي معاهدي ۾ اوڀر بنگال جي مسلم اڪثريت واري آباديءَ وارو حصو، مشرقي پاڪستان جي نالي سان وجود ۾ آيو.

براعظم پاڪ هڪ صوبو، جيڪو پاڪستان جي آزاديءَ وقت ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو هڪ حصو مشرقي پاڪستان جي نالي سان پاڪستان جو حصو رهيو ۽ ٻيو حصو ڀارت کي مليو. مشرقي پاڪستان وارو حصو 1971ع ۾ پاڪستان کان جدا آزاد ملڪ ٿيو. سن 1843ع ۾ مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ ٽالپر حڪمرانن کي بنگال (بنگالي ۾) ۾ نظربند ڪيو ويو هو. مير عبدالحسين خان ”سانگيءَ“ جو جنم، بنگال جي شهر ڪلڪتي ۾ نظربنديءَ واري زماني ۾ ٿيو جتي سندس والد نظربند هو. جنهن کي مير عبدالحسين سانگي هڪ انگريز خاتون مان ڄائو هو سانگي اٺن سالن جي عمر ۾ سنڌ ۾ آيو وڏي هوندي پنهنجي جنم ڀوميءَ کي ياد ڪندي شعر لکيائين:

”اسان جو ملڪ بنگالو، الا يا ايها الساقي“

**بنگال پيرو** (راڳڻي): ڀيرو ٺاٽ جي ڪاڍو راڳڻي آهي. هن ۾ نڪاد سر ورجِ آهي. هي ڀيرو راڳ جو قسم آهي، جنهن جي امروهي ۾ گنڌار وڪر آهي. هن راڳڻيءَ ۾ ڪرج ۽ ڌيوت جي سنگت رهي ٿي. هن راڳڻيءَ ۾ نڪاد ڪونه آهي. هن کي تيور سرن ۾ ڪونه ڳائبو.

هن راڳڻي جي خاص تان: ڌا ڌا — پا — گي ما پا- گي ما را- سا- سا را سا-ڌا سا- را را سا- گي ما را پا گي ما را- سا گي ما پا — ڌا ڌا- پا- گي ما پا- را گي ما پا- گي ما- را — سا- سا را ڌا- س ڌا — ما پا ڌا- سا- سا را گي ما- را گي ما- پا ما گي پا- را پا گي ما را را — سا آهي.

**هن راڳڻي جي آروهي:** سارا گي ما پا ڌا سا ۽ امروهي: سا ڌا پا ما گي ما را- سا (کرج کان ڊيوت جي ميند جي شکل، پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. ان لاءِ ڳائبو سا ڌا، جڏهن ته وادي سُر ڊيوت ۽ سموادي سُر رکب آهي. ڳائڻ جو وقت صبح مقرر ٿيل آهي.

**بنگالو**: سڱڌاسي چانورن جو هڪ قسم پڻ "بنگالو" سڏبو آهي.

**بنگالي** (ٻولي) (Bengali): هيءَ ٻولي بنگلاديش (اتر بنگال) ۽ ڪلڪتي (اولهه بنگال) هندوستان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ڳالهائيندڙن جو تعداد 50 ملين جي لڳ ڀڳ آهي.

هيءَ ٻولي هند آريائي ٻوليءَ جي نک مان آهي. 11 صدي عيسويءَ کان اڄ تائين هن ٻوليءَ جو چلتو ۽ لکت ملي ٿي. زنده ٻولين مان آهي. بشنامينا پوري، مالاچالام هن جون واسطيدار ٻوليون آهن.

هيءَ ٻولي پروٽو بنگالي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي، جيڪا برهمي لپيءَ مان ورتل آهي. آسامي اوريائي، مني پوري ۽ ميٿلي واسطيدار لکتون اٿس. لکت جو نمونو ديوناگريءَ وانگر آهي، جيڪا کاٻي کان ساڄي (ابوگدا) طرف لکي وڃي ٿي. ديوناگري پڻ برهميءَ تان ورتل آهي.

1977ع ۾ چارلس ويڪنس باضابطہ لپي تشڪيل ڏني ۽ رواج هيٺ آندي، پوءِ بہ اڄ تائين ڪن خطن ۾ صورتخطي مستحڪم نہ ٿي سگهي آهي. ڍاڪا ۽ ڪلڪتي ۾ لکجندڙ صورتخطي هڪ ٻئي کان قدري مختلف آهي.

هن ٻولي ۾ حرفِ علت جا 11 حرف آهن، جڏهن ته حرفِ صحيح 35 حرف آهن. نمونو لپيءَ جو:

حرف علت (Vowels)

| | | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| অ | আ | ই | ঈ | উ | ঊ | ঋ | এ | ঐ | ও | ঔ |
| a | ā | i | ī | u | ū | ṛ | e | ai | o | au |
| [ɔ, o] | [ɑː] | [i, e] | [i] | [u, o] | [u] | [ri] | [e, æ] | [oi] | [o] | [ow] |
| ক | কা | কি | কী | কু | কূ | কৃ | কে | কৈ | কো | কৌ |
| ka | kā | ki | kī | ku | kū | kṛ | ke | kai | ko | kau |

حرف صحيح (Consonant)

| | | | | | | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ক | ka | [kɔ] | খ | kha | [kʰɔ] | গ | ga | [gɔ] | ঘ | gha | [gʰɔ] | ঙ | ṅa | [ŋɔ] |
| চ | ca | [ʧɔ] | ছ | cha | [ʧʰɔ] | জ | ja | [ʤɔ] | ঝ | jha | [ʤʰɔ] | ঞ | ña | [nɔ] |
| ট | ṭa | [ʈɔ] | ঠ | ṭha | [ʈʰɔ] | ড | ḍa | [ɖɔ] | ঢ | ḍha | [ɖʰɔ] | ণ | ṇa | [nɔ] |
| ত | ta | [t̪ɔ] | থ | tha | [t̪ʰɔ] | দ | da | [d̪ɔ] | ধ | dha | [d̪ʰɔ] | ন | na | [nɔ] |
| প | pa | [pɔ] | ফ | pha | [pʰɔ] | ব | ba | [bɔ] | ভ | bha | [bʰɔ] | ম | ma | [mɔ] |
| য | ya | [ʤɔ] | র | ra | [rɔ] | ল | la | [lɔ] | | | | | | |
| শ | śa | [ʃɔ/sɔ] | ষ | ṣa | [ʃɔ] | স | sa | [ʃɔ/sɔ] | হ | ha | [hɔ] | | | |
| য় | ya | [ʤɔ] | ড় | ṛa | [ɽɔ] | ঢ় | ṛa | [ɽɔ] | | | | | | |

**بنگالي ڪهاڻيون** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي مشهور ليکڪ ڀڳوان. آءِ شهاڻيءَ، هي بنگالي ڪهاڻيون سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري 1946ع ۾ زندگي پبليڪيشن ڪراچيءَ مان ڇپايون هيون. هن ڪتاب جو ڪرائون سائيز جي 109 صفحن تي مشتمل ٻيو ڇاپو، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 15 رپيا آهي. هيءَ ڪتاب ايم. خان پرنٽنگ پريس گاڏي کاتي مان ڇپائي گلشير بلوچ، ممتاز ڪالوني، قاضي قيوم روڊ حيدرآباد مان پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي ٻئي ڇاپي جو مختصر مهاڳ پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحمان قريشيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو ته "ڀڳوان شهاڻيءَ کي جس هجي، جنهن پنهنجي دوست بهاري لال ڇاٻڙيا جي چونڊ تي بنگالي ادب مان سنيون ڪهاڻيون چونڊي، انهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. اگرچہ فاضل مترجم جو ڀهريون ترجمو آهي، تنهن هوندي بہ سندس ترجمي جي قابليت ۽ صلاحيت ساراهڻ جوڳي آهي."

**بنگلاديش**: اوڀر بنگال جي هيءَ رياست 1905ع ۾ ڀارت جي اولهہ بنگال کان ڌار ٿي، ۽ ٻيهر 1911ع ۾ ساڳيءَ رياست سان شامل ٿي. 1947ع کان پوءِ اولهہ بنگال ڀارت جي حصي ۾ آيو ۽ اوڀر بنگال، اوڀر پاڪستان جي نالي سان پاڪستان جو حصو بنيو. جيئن ته اولهہ پاڪستان ۽ اوڀر پاڪستان ۾ هڪ




هزار ميلن جو مفاصلو هو ۽ ٻولين مختلف هيون ۽ ثقافت ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفاد بہ مختلف هئا، ان ڪري ٻنهي حصن ۾ اختلاف چوٽ چڙهي ويا ۽ نتيجي ۾ اوڀر پاڪستان 1971ع ۾ ڀارت جي مدد سان مغربي پاڪستان کان ڌار ٿي ويو. ان جو پوءِ نئون نالو 'بنگلاديش' رکيو ويو. هيءُ ڏکڻ ايشيا جو ملڪ آهي، جنهن جو ڀهريون صدر شيخ مجيب الرحمان هو. هن ملڪ جو سرڪاري نالو عوامي جمهوريہ بنگلاديش آهي. آباديءَ جي لحاظ سان اسلامي دنيا جو ٻيو نمبر وڏو ملڪ، هندي سمنڊ ۽ هماليہ جي ٽڪرين جي وچ تي واقع آهي. هن جي ڏکڻ، اوڀر ۽ اولهہ ۾ ڀارت، خليج بنگال ۽ برما جا ملڪ آهن. بنگلاديش جي گاديءَ جو هنڌ ڍاڪا آهي ۽ ٻيا مشهور شهر چٽا گانگ، سلهٽ، ڪوميلا، راج شاهي ۽ رنگ پور آهن. هتي 98 سيڪڙو بنگالي ۽ باقي بهاري ۽ ٻيون قومون آباد آهن. سرڪاري ٻولي بنگالي ۽ ٻئي نمبر تي انگريزيءَ کي حيثيت حاصل آهي. بنگلاديش ۾ سرڪاري مذهب اسلام آهي، جڏهن ته هندو، ٻڌ ڌرم ۽ عيسائي مذهبن جا پيروڪار بہ هتي آباد آهن. ڪرنسيءَ جو نالو ٽڪا آهي. وسيع ميداني علائقي تي ڦهليل هن ملڪ ۾ ڪيترين ئي ندين ۽ وڏن واهن جو ڄار وڇايل آهي. "گنگا"، "پدما"، "برهمپترا"، "جمنا" ۽ "ميگهنا" نديون اتر طرف هلي، دنيا جو وڏي ۾ وڏو ڊيلٽا ٺاهين ٿيون. هتي مارچ ۽ جون مهينن ۾ گرمين دؤران وڏا طوفان ايندا رهندا آهن. بنگلاديش جي ڀهرئين صدر شيخ مجيب کي 1975ع ۾ خوني حملي کان پوءِ خاندان سميت شهيد ڪيو ويو. ان کان پوءِ ملڪي حالتون خراب هئڻ سبب مارشل لا لاڳو ڪيو ويو. ان کان سواءِ هيءُ ملڪ 1977ع ۽ 1982ع ۾ بہ مارشل لا هيٺ رهيو. 1986ع ۾ ملڪ جو آئين بحال ڪيو ويو. 1992ع ۾ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ عوام روڊن تي نڪتو تہ



وڏي خونريزي ٿي. هتي پارليامينٽ ۾ عورتن جي 30 سيٽن سميت 300 سيٽون آهن ۽ هر پنجين سال ميمبر چونڊيا ويندا آهن. بنگلاديش جي ملڪي آمدنيءَ جو 85 سيڪڙو زراعت تي مدار رکي ٿو هتي جا مکيه فصل چانور، سڻ، چانهه، تماڪ ۽ ڪمند آهن. دنيا ۾ استعمال ٿيندڙ 80 سيڪڙو چانهه بنگلاديش ۾ پيدا ٿئي ٿي. هتي ڪاغذ، اليومينم، ڌاڳو، شيشو، مڇي، ڪوئلو ۽ چن جو پٿر وڏي تعداد ۾ ملي ٿو ان کان سواءِ هتي قدرتي گئس جا پڻ وڏا ذخيرا موجود آهن.

**بنگل چانڊيو:** هڪ مشهور ملهه، جيڪو گهڻو وقت اڳ گذاري ويو. ملهه جي وڏن وڏن مقابلن ۾ نالو ڪڍيائين.

**بنگل ديرو:** رتيديري تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هينيان 6 ڳوٺ آباد آهن. 'بنگل ديرو'، 'غلام محمد انڑ'، 'تاريجا'، 'لهاڻا'، 'غلام رسول ڪيهر' ۽ 'مصري لهاڻا چوهاڻ'.

**بنگل زئي:** بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

**بنگلو:** هڪ خاص نموني جي اڏاوت وارو گهر يا رهائش واري جاءِ، جنهن جي چوڌاري ورانڊو ۽ چؤطرف باغيچو هجي. "اسان کي متان وساريو" ڪتاب (ليڪ گنگارام سمرات) موجب، بنگلن جي اڏاوت اول بنگال کان شروع ٿي، جن کي "بانگلا" چوندا هئا. گري (گادي) قوم جا، ڪاٺ ۽ ڪکن مان ٺهيل گهر، جن کي پڇيون ڪين ٿين، تن کي "بنگلو" چوندا آهن.

**بنگلو**[2]: ڪراچيءَ شهر کان 37 ميل پري ساموندي ڪناري سان "بنگلو" نالي هڪ ايراضي آهي، جتي هڪڙو بنگلو به اڏيل آهي. هن جابلو ايراضيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي سمنڊ جو پاڻي بيٺل آهي. هتي جبلن تي بي انداز سپن جو تهه چنبڙيل هوندو آهي، جنهن کي هيڙيا تا پنهنجي ٻوليءَ ۾ "ڪِڙِ" چوندا آهن.

**بنگلو**[3]: هن نالي سان تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ جي ديهه "ٽنڊي شاهه" ۾ هڪ ننڍو شهر آباد آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول، واٽرسپلاءِ ۽ اسپتال جون سهوليتون موجود آهن. هيءُ ننڍڙو شهر واپاري مرڪز به آهي. هتي ميرن جي رهائش جون جايون آهن.

**بنگلو**[4]: ساڳئي نالي سان ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بنگو گوپانگ:** هيءُ خواجه محمد زمان لنواريءَ واري (وفات 1188ھ/ 1774ع) جو مخلص مريد ۽ هڪ درويش شاعر هو. بيتن جي شاعري ڪيائين. ڳوٺ "وايون"، لڳ درٻيلي، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز جو رهاڪو هو. ڪيس وفات ڪئي اٽڪل پوڻا ٻه سؤ سال ٿيا آهن.

**ٻَن مانُس:** هڪ قسم جو جهنگلي جانور، جيڪو شڪل ۾ ڪجهه ماڻهوءَ ۽ ڪجهه پولڙي جهڙو ٿيندو آهي. هن ساهواري جو نسل آفريڪا جي وچ ۽ اولهه واري علائقي ۾ موجود آهي. گوريلي وانگر هي بنا پڇ جي انسان سان زياده هڪجهڙائي رکندڙ آهي. انتهائي ذهين ۽ تربيت يافته ساهوارو سمجهيو وڃي ٿو. بالغ ساهواري جو قد 4 يا 5 فوٽ ۽ وزن 150 کان 200 پائونڊن تائين ٿيندو آهي. ماهرن جو



چوڻ آهي ته هيءُ ساهوارو آسان اوزارن جو استعمال به ڪري سگهي ٿو هيءُ وڻن جي ٽارين ۾ لڏندو آهي، پر چال يا ٽپ ڏيئي نه سگهندو آهي. زمين تي چئني پيرن سان هلندو آهي.

**بَنو اُميه:** عرب خليفن جو خاندان، جنهن 661ع کان 750ع تائين حڪومت ڪئي. حضرت علي عليه السلام جي دؤر خلافت ۾ معاويه بن ابو سفيان اميه خود مختيار حڪومت جو اعلان ڪيو، جيڪو ان وقت شام تي حڪومت ڪندو هو. اتان کان ئي بنو اميه جي حڪومت جو آغاز ٿيو. حضرت علي عليه السلام سان معاويه جون جنگيون پڻ ٿيون. حضرت علي عليه السلام کانپوءِ حڪومت جون واڳون معاويه جي هٿ ۾ آيون. معاويه کانپوءِ سندس پٽ يزيد حڪومت سنڀالي ۽ حڪومت سنڀاليندي ئي حضرت امام حسين عليه السلام کي سندس عزيزن ۽ دوستن سميت ڪربلا جي ميدان ۾ ڏوکي سان شهيد ڪرائي، سندن فرزند امام زين العابدين عليه السلام ۽ پاڪ بيبين کي قيد ڪرايائين. يزيد کان پوءِ سندس پٽ معاويه ثاني تخت تي ويٺو جيڪو صرف ٽي مهينا حڪمران رهيو. ان کانپوءِ عبدالملڪ ايڪيهه سال، وليد ڏهه سال ۽ ان کانپوءِ سليمان بن عبدالملڪ ۽ پوءِ عمر بن عبدالعزيز، پوءِ يزيد ثاني، هاشم بن عبدالملڪ، وليد بن يزيد، يزيد ثالث ۽ ابراهيم بن وليد حڪمران ٿيا. بنو اميه جو آخري حڪمران مروان بن محمد ٿيو، جنهن 132ھ (750ع) تائين حڪومت ڪئي. اهڙي طرح بنو اميه جي نوي سالہ حڪومتي دؤر ۾ ڪل چوڏهن حڪمران گذريا. بنو اميه جي عهد کانپوءِ 132ھ (750ع) ۾ بنو عباس (عباسيه) گهراڻي جو دؤر حڪومت شروع ٿيو. بنو عباس جي گهراڻي 656ھ (1258ع) تائين حڪومت ڪئي.

**بنو عباس:** هيءُ قبيلو حضرت عباس رضہ جي نسل مان آهي، جيڪو پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جو چاچو هو. سنڌ تي حڪومت ڪندڙ عباسي خليفا مشهور آهن، جيڪي اُموي خليفن کان پوءِ اقتدار ۾ آيا. خليفو هارون الرشيد عباسي هنن مان مشهور خليفو ٿي گذريو آهي. بنو عباس، عرب قوم جي هاشمي قبيلي مان آهن. هڪ روايت موجب سنڌ جا عباسي بنو عباس قبيلي مان آهن.

**ٻَنڌَن ڦوڙ/ ٻِوَنءِ ڦوڙ:** پسارڪي وکر جو هڪ قسم. هي اوپڙ جو ڪنييءَ جي نموني جو هڪ قسم آهي، جيڪو نيرا گل جهليندو آهي. ان جي پاڙ مان گول داڻا زمين مان کوٽي ڪڍيا آهن، جيڪي ڳاڙهاڻ مائل ۽ ڪاري رنگ جا ٿيندا آهن. اُهي لذيذ ۽ مٺا ٿيندا آهن. انهن جي طبي خاصيت اها آهي جو گهٽي اُج کي گهٽائين ٿا.




**بنيادي ايجادون** (ڪتاب): بنيادي سائنسي ايجادن ۽ کوجنائن بابت هڪ ڪتاب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ريسرچ آفيسر خيرمحمد بلوچ جو ٻارن لاءِ لکيل 75 صفحن تي مشتمل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچيءَ مان ڊسمبر 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**بنيادي جمهوريت جو نظام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آغا شهاب الدين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 198 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، جمالي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1968ع ۾ ڇپيو.

**بنيادي جمهوريت جون خوبيون** (ڪتاب): ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 20 صفحا آهن. پهريون ڇاپو، محڪمه اطلاعات اولهه پاڪستان، نيو هلال پاڪستان پريس، حيدرآباد مان، سال 1959ع ۾ ڇپايو.

**بنيادي جمهوريتن جو آرڊر** (ڪتاب): هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، محڪمه اطلاعات اولهه پاڪستان، پاپولر پرنٽرس حيدرآباد مان سال 1959ع ۾ ڇپايو.

**بَني اِسرائيل**: اسرائيل جو اولاد. ”اسرائيل“ حضرت يعقوب بن اسحاق بن ابراهيم عليه السلام جو عبراني لقب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ايل جو برگزيده بندو“. (’الِ‘ يا ’اِيل‘ عبرانيءَ ۾ باري تعاليٰ جو نالو آهي ۽ ’اِسر‘ جي معنيٰ عبد يا برگزيدو آهي). حضرت ابراهيم جو اهو خاندان، جيڪو ان جي پوٽي يعقوب بن اسحاق مان هو، اهو بنو اسرائيل سڏائيندو آهي، انهيءَ ڪري يهودي ۽ بني اسرائيل نسل جا قديم ترين خاندان، اسرائيلي سڏائيندا آهن، ڇوته حضرت عيسيٰ عليه السلام کي انهن ڏانهن ئي رسول ڪري موڪليو ويو هو. قرآن ڪريم ۾ وري وري چيو ويو آهي ته بني اسرائيل کي الله تعاليٰ پنهنجن خاص انعامن سان نوازيو هو مثلاً (1) بني اسرائيل مصر ۾ فرعونن جي غلاميءَ ۾ ذلت ۽ اذيت واري زندگي گذاري رهيا هئا. انهن جي ڇوڪرن کي ذبح ڪري ۽ ڇوڪرين کي زنده رکيو ويندو هو. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ جي اڳواڻيءَ ۾ کين نجات ڏياري؛ (2) جڏهن اسرائيلي مصر مان پڇي نڪتا ته الله تعاليٰ جي حڪم سان حضرت موسيٰ جي لٺ سان سمنڊ کين رستو ڏنو ۽ سندن دشمن فرعون سندن اکين اڳيان لشڪر سميت سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو؛ (3) حضرت موسيٰ اعتڪاف لاءِ، چاليهن راتين لاءِ ”جبل طور“ تي ويو ته بني اسرائيل سندس غيرحاضريءَ ۾، ڳابي جي پوڄا شروع ڪري ڏني، مگر الله تعاليٰ پنهنجو ڪرم ڪري کين معافي ڏني؛ (4) بني اسرائيل تي چوٿون انعام الله تعاليٰ اهو ڪيو جو مٿن ”تورات“ سندن رهنمائيءَ ۽ هدايت جو سرچشمو بنائي نازل ڪيو؛ (5) بني اسرائيل ضد ڪيو ته خدا کي پنهنجين اکين سان ڏسڻ گهرون ٿا، حضرت موسيٰ منجهائن ستر سردار چونڊي طورِسينا تي وٺي ويو، جتي نور جي هڪڙي ڪڪر حضرت موسيٰ کي گهيري ورتو ۽ الله تعاليٰ سان سندس هم ڪلامي ٿي، پر سردارن ڪلام ٻڌڻ کان انڪار ڪري بي حجاب خدا کي ڏسڻ جو ضد ڪيو تڏهن الله تعاليٰ کين اُن بيوقوفيءَ واري ضد تي سزا ڏني، جو برق جي لهر مٿن ڪڙڪي ۽ هو بيجان ٿي ڪري پيا، ليڪن الله تعاليٰ کين ٻيهر زنده ڪيو؛ (6) بني اسرائيل جزيري سينا ۾ پهچي حضرت موسيٰ کان پاڻيءَ جو مطالبو ڪيو حضرت موسيٰ پنهنجي قوم لاءِ پاڻيءَ جي دعا ڪئي. حڪم ٿيو ته فلاڻيءَ ڇپ تي لٺ هڻ، جنهن تي اُتان پاڻيءَ جا 12 چشما ڦُٽي نڪتا؛ (7) الله تعاليٰ بني اسرائيل تي ڪڪر موڪليا ته کين اُس کان محفوظ رکن. ان سان گڏ کاڌي لاءِ ”من وسلويٰ“ به نازل ڪيا.

بني اسرائيل کان الله تعاليٰ پنجن ڳالهين جو واعدو ورتو: (1) فقط الله جي عبادت ڪرڻ، (2) والدين، مائٽن، يتيمن ۽ مسڪينن سان نيڪي ڪرڻ، (3) ماڻهن سان اخلاق سان ڳالهائڻ، (4) نماز قائم ڪرڻ ۽ (5) زڪواة ادا ڪرڻ. ليڪن بني اسرائيل انهن مان ڪنهن به واعدي تي قائم نه رهيا. بني اسرائيل، حضرت موسيٰ جي وفات کان پوءِ ٿوري عرصي ۾ عزت ۽ اقتدار کان محروم ٿي ويا. پوءِ پنهنجي نبي حضرت دائود کي عرض ڪيائون ته اسان جو بادشاه مقرر ڪريو ته اسين ان جي اڳواڻيءَ ۾ ظالم بادشاه جالوت کان پنهنجو حق واپس وٺي سگهون. نبي سڳوري، طالوت کي سندن بادشاه مقرر ڪيو. جالوت سان مقابلو ڪيائون. کين فتح حاصل ٿي ۽ حضرت دائود جي هٿان جالوت قتل ٿي ويو. ان کان پوءِ حضرت سليمان جي عهد ۾ بني اسرائيل کي شان شوڪت نصيب ٿي، جيڪا ڪيترن ئي نسلن تائين قائم رهڻ کان پوءِ بُخت نصر جي هٿان ڪسجي وين. حضرت يعقوب عليه السلام کي ٻارهن پٽ هئا. ان ڪري اُهي اڳتي هلي ٻارهن قبيلن ۾ ورهائجي ويا. انهن مان حضرت دائود عليه السلام جو پٽ حضرت سليمان عليه السلام فلسطين جو مشهور حاڪم ۽ پيغمبر هو. سندس وفات کان پوءِ بني اسرائيل ورهائجي ويا ۽ مختلف هنڌن ڏانهن لڏپلاڻ ڪيائون، جيڪا ٻي مهاڀاري لڙائيءَ تائين جاري رهي. تان جو هنن فلسطين ۾ 5 مئي 1948ع تي اسرائيلي حڪومت قائم ڪئي ۽ اڄا تائين فلسطين جو مسئلو جهيڙي جو شڪار آهي، جنهن بابت ڪيترين ئي عالمي سطح تي گڏجاڻيون به ٿيون آهن ۽ عربن ۽ اسرائيلين جي وچ ۾ جنگيون به لڳيون آهن.

**بني اسرائيل**[2]: قرآن شريف جي (17) سترهين نمبر سورت جو نالو، جنهن ۾ بني اسرائيل بابت واقعن جو ذڪر آهي. هن سورة ۾ 12 رڪوع ۽ 111 آيتون آهن. هيءَ سورة آخري مَڪي دور ۾ نازل ٿي هئي.

**بني هاشم**: هيءُ قريش قبيلو آهي، جيڪو هاشم جو اولاد آهي. هاشم قريش قبيلي جو معتبر شخص هو. هو 5 صدي عيسويءَ جي پنجين ڏهاڪي ۾ پنهنجي ڀاءُ عبدالشمس جي جاءِ تي ڪعبي جو مُتولي ٿيو. جيڪو حضرت محمد صلعم جو پڙڏاڏو هو. حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ حضرت عباس رضہ جو اولاد بني هاشم آهي. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ تائين بني هاشم جو همراه شريف حسين مڪي جو حاڪم هو پر 26- 1925ع ۾ ابن سعود مڪي تي قبضو ڪري ورتو ۽ شريف حسن کي هٽائي ڇڏيو. انگريزن شريف حسين جي پٽن امير فيصل کي عراق ۽ امير عبدالله کي اردن جو بادشاه مقرر ڪيو. 1958ع ۾ عراق ۾ انقلاب آيو جنهن ۾ عبدالڪريم قاسمي، امير فيصل کي مارائي ڇڏيو هن وقت بني هاشم مان رڳو شاه حسين، اردن جو بادشاه آهي، جڏهن ته هاشم جو اولاد دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ مختلف هنڌن تي پکڙيل آهي.

**بٽڇول**: موچين جي اصطلاح ۾ چمڙي جو اُبتي پاسي وارو حصو؛ چمڙي کي وِچان چيري ٻه حصا ڪندا آهن، سُبتي پاسي وارو حصو ’ڪُروم‘ ۽ اُبتي پاسي وارو ’بٽڇول‘ سڏبو آهي.

**بُوبَڪ:** تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ مشهور ڳوٺ. هن ڳوٺ تي اهو نالو ”بُوبَڪ“ ذات وارن ماڻهن جي اڪثريت ۾ رهڻ سبب پيو. پر اصل تحقيق اها آهي، جيڪا مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ پنهنجي ڪتاب ”المتانة“ جي حاشيي تي لکي آهي، ته جنهن اهو شهر آباد ڪيو، تنهن جو نالو ”ابوبڪر“ هو جو بگڙجي ”بوبڪ“ ٿي پيو. بوبڪ جي شهر ۾ ڪيترين صدين کان آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جن جي چاچي، حضرت عباس رضہ جو اولاد رهندڙ آهي، جن کي مخدوميءَ جو لقب مليل آهي. اهو لقب مٿن علمي مشهوريءَ ڪري پيو. هن خاندان مان ڪيترائي مدبر ۽ عالم پيدا ٿيا. جن مان مخدوم عبدالڪريم ميران (وفات 949ھ/ 1542ع) ۽ ان جو صاحبزادو مخدوم محمد جعفر رحہ گهڻو مشهور آهن. دنيا جي اسلامي ملڪن ۽ علمي مرڪزن ۾ به سندن ڏاڪو ويٺل آهي. مخدوم عبدالڪريم ميران جي ”بوبڪ“ ۾ وڏي درسگاهه هئي، جنهن مان نه رڳو سنڌ پر پوري ننڍي کنڊ فيض پرايو. ”شيخ يوسف پاٽائي سنڌيءَ“ جي پٽ ”علامہ طاهر محدث سنڌيءَ“ ۽ علامہ ”حڪيم محمد عثمان بوبڪائيءَ“ بوبڪ جي انهيءَ درسگاهہ مان فيض حاصل ڪيو. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ هيءُ پرڳڻو نيرون ڪوٽ ۾ شامل هو. 17 صدي عيسويءَ ۾ هيءُ پرڳڻو (بوبڪ پرڳڻو) سيوهڻ سرڪار جي هٺ هيٺ هو. هن علائقي ۾ خلجي (مخدوم محمد جعفر جا پونير) سميجا، ٻکيجا، کوجا، ڀَچا، پنهور ۽ هندو رهندا هئا.

بُوبڪ ڪنهن دؤر ۾ هڪ ناليرو ڳوٺ هو هن کي ”بوبڪان“ به چيو ويندو هو. هيءُ ڳوٺ سيوهڻ لڳ ”بوبڪ روڊ“ اسٽيشن کان پنج ميل اولهہ طرف، منڇر ڍنڍ جي ڪپ تي واقع آهي. هن ڳوٺ ۾ شاهہ بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ مخدوم جعفر وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. بوبڪ جي ٻين بزرگن ۾ مخدوم عبدالغني، مخدوم نورالدين، حڪيم عثمان ۽ ميان عبدالواحد جا نالا قابل ذڪر آهن. آڳاٽي وقت ۾ هتي تماڪ ۽ ڀنگ جي تمام گهڻي پوک ٿيندي هئي. هن وقت بہ بندش جي باوجود ڪٿي ڪٿي لڪ چڇپ ۾، هڪ اڌ ٻاريءَ ۾ ڀنگ پوکجي ٿي، جيڪا وڪري ۾ ڪانہ ايندي آهي پر شوقين پنهنجي استعمال لاءِ رکندا آهن. هتي جي ڀنگ اعليٰ قسم جي ليکي ويندي آهي. هتان جا طوطا، ڀنگ جو ٻج شوق سان کائيندا آهن ۽ پوءِ پوک جي وچ ۾ ڦريا پيا هوندا آهن. ننڍا وڏا ڪين آسانيءَ سان جهلي وٺندا آهن. انهيءَ ڪري هتي چوڻي مشهور آهي تہ ”بُوبڪ جي طوطي وانگر نلهي ڪنڌ ڏوڻ نہ ڪر“. هتي اڳ ناس ناهڻ جا ڪاريگر هوندا هئا، هاڻي ناس ڪانہ ٺهندي آهي. هتي غاليچن ٺاهڻ ۽ سوٽي ڪپڙي جي اٽاوت جا ڪارخانا بہ هوندا هئا، پر هاڻي اُهو اوج نہ رهيو آهي.

**بوبڪ**[2]: بوبڪ جي نالي سان تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ بہ آهي، جنهن ۾ بوبڪ کان سواءِ بهادر رند ۽ هارون پنهور نالي بہ ٻيا ڳوٺ بہ آباد آهن. انڊس هاءِ وي تي سيوهڻ کان ٿورو اڳيان، اڙل واهہ وٽان بوبڪ لاءِ لنڪ روڊ وڃي ٿو. ڪوٽڙي- دادو لائين تي ”بوبڪ روڊ“ ريلوي اسٽيشن بہ آهي.

**بوبڪ**[3]: بوبڪ پاڻيءَ جو هڪ گاهہ بہ آهي، جنهن جو پن بصر جي پن جهڙو ٿيندو آهي. هي پاڻيءَ ۾ ايرندو آهي، پر جڏهن پاڻي مٿان لهيس، تڏهن وڏو ٿيندو آهي. بوبڪ گاهہ پاڻيءَ ۾ هوندو آهي تہ نرم هئڻ ڪري مڇي ڪانسواءِ ٻڪري ۽ ٻيو چوپايو مال کائيندو اٿس. ڪن محققن جو چوڻ آهي تہ بوبڪ شهر تي، بوبڪ گاهہ تان اهو نالو پيو آهي.

**بوبڪ ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي ڄامشورو جي تعلقي سيوهڻ ۾ بوبڪ شهر جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هي ڍنڍ هاڻي هڪ ڪڏ وڃي بچي آهي. پر ڪنهن وقت ۾ هن ڍنڍ ۾ چڱي مڇي ماري ويندي هئي. هينئر هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن.

**بُوبنا - جراڙ:** سنڌ جو مشهور رومانوي داستان. جنهن جا ٽاڻا هن طرح آهن: ڄام جراڙ، سمون هو ۽ آڳاٽي وقت ۾ سنڌ جي ڪنهن حصي تي حڪومت ڪندو هو بوبنا بہ بادشاهي گهراڻي جي خوبصورت شهزادي هئي. هڪ روايت موجب بوبنا مارڪ ڏاهريءَ جي ڌيءَ هئي، جيڪو پاڻ ڪنهن علائقي جو حاڪم هو جراڙ بہ بوبنا جي سونهن جي تعريف ٻڌي، بوبنا جي شهر ۾ پهتو اُتي هڪڙي ڪوريءَ سان سندس ملاقات ٿي. ان کان پڇيائين تہ ”دنيا ۾ ڪي سهڻا سُجهنئي؟“ ڪوريءَ جواب ڏنو تہ ”دنيا ۾ اڍائي سهڻا آهن: هڪ سهڻو جراڙ، ٻي سامهون ماڙيءَ واري بوبنا، باقي اڌ سهڻو آءُ بہ آهيان. جو بوبنا کي هڪ پيرو ڏٺم تہ ايجا خمار چڙهيل اٿم.“ جڏهن بوبنا، جراڙ کي پنهنجي باغ ۾ ڏٺو تہ سندس عشق ۾ گرفتار ٿي وئي. ڪورياڻيءَ جي مدد سان بوبنا ۽ جراڙ روزانو باغ ۾ ملاقات ڪري عشق جي رهاڻ ڪندا هئا. بوبنا ۽ جراڙ جون قبرون مڪليءَ تي شاهہ مراد واري مقام ۾ مڪاني طور مشهور آهن.

**بوٽڙو:** تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهہ.

**بُوجَرَ:** سلائيءَ کان ٻاهر رهجي ويل ڪپڙن جون تندون. جسم تي تمام گهڻا ۽ گهاٽا وار. جوئر جي سنگ جون سُين وانگر چهنبون.

**بُوجر**[2]: هڪ قسم جي ڪٽڪ جو ٻج.

**بُوجَر:** تعلقي ٽنڊي الهيار، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ.

**بوچڻ:** ڏيڍ ميٽر کن ڊيگهہ وارو ٿلهو ڪپڙو. جيڪي هندو پائيبندن جي لباس جو ضروري حصو هوندو آهي. بوچڻ پوتڙي وانگر وهنجڻ لاءِ گوڏ ٻڌڻ ۽ وڇائڻ جي ڪم بہ ايندو آهي. بعضي مرد ڪلهي تي پٽاپٽي ڪپڙو وجهي هلندا آهن، انهيءَ کي بہ ’بوچڻ‘ چئبو آهي.

**بوڇٽي:** گلڪاريءَ سان ڀرت ڀريل چُني. عورتن جي ويس جو هڪ حصو. پهريل وڳي مٿان پوتي ڍڪي، ان جي مٿان چادر جيان بوڇٽي اوڍين. بوڇٽيءَ ڊيگهہ ۽ ويڪر ۾ رئي کان وڏي ٿيندي آهي.

**بوداٽي:** بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

**بُودڪ:** تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو. مشهور اُستاد ۽ سياستڪار سرور سهتو هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ هن ڳوٺ جو اصل نالو ’ٻُڌڪ‘ هو ۽ بعد ۾ تبديل ٿي ’بُوبڪ‘ ٿي ويو. هن ڳوٺ ڀرسان ٻُدڪا/ ٻڌڪا مائنر (شاخ) بہ وهي ٿي. هيءُ علائقو ٻڌ ڌرم جي اثر هيٺ هو اهڙي تحقيق محترمہ مستور بخاري بہ ڪري رهي آهي. ڪنڊياري تعلقي ۾ ”ٻُڌ“ ذات جا ماڻهو بہ رهن ٿا. جيڪي مسلمان آهن. معلوم ٿئي ٿو تہ اُهي اسلام جي آمد بعد ٻڌ ڌرم ترڪ ڪري مسلمان ٿيا آهن.

**بودلو بهار:** سيوهڻ جو مشهور درويش ۽ قلندر لال شهباز جو خاص خدمتگار، مخدوم بودلو سڪندر عرف ”بودلو بهار“. اصل ملتان جو ويٺل هو. سندس جنم 202ھ/ 817ع ڌاري اچ شريف (ملتان) ۾ ٿيو. ننڍپڻ کان ئي صوفي بزرگن جي صحبت نصيب ٿيس. ڦوهہ جوانيءَ ۾ سيوهڻ شريف آيو. شروعات ۾ ديني درس ڏيندو هو پر پوءِ دنيا جا لڳ لاڳاپا لاهي روحاني رهبر جو متلاشي ٿي ويو. انهيءَ ڪيفيت ۾ اڪثر اگهاڙو رهندو هو. آخر ڪيس قلندر شهباز جي صحبت نصيب ٿي. پاڻ قلندر جي پيارن طالبن مان هو ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪيائين ۽ مجرد رهيو. روايت آهي تہ هنود ڪاسائيءَ هن درويش کي ڪهي ڇڏيو هو. سندس مزار سيوهڻ ۾ قلعي لڳ قلندر جي مزار

ڪان اتر طرف آهي. سيوهڻ ۾ سندس نالي پليان "بودلي جي ڪافي" به آهي. بودلي جي شخصيت ڪان متاثر فقير ۽ سندس مريد ڳاڙهو ويس ڍڪيندا آهن ۽ هر روز پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌي ڌمال ڪندا آهن.

**بودلو واهه:** خيرپور جي حد ۾ بئراج ڪان اڳ ۾ هڪ واهه جو نالو، جيڪو هتان جي آبپاشيءَ جو ذريعو هو.

**بوڍليو:** گهوڙي جو هڪ رنگ ۽ قسم، ڪارو پنج ڪلياڻ گهوڙو، جنهن جون پيريون چنگهون جُهڪيل هجن.

**بودن فقير پنهيرو:** سگهڙ بودن فقير پنهيرو، ويلل نارو، ضلعو خيرپور، جنهن سان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 3 مارچ 1966ع تي شهر "چونڊڪي" ۾ ۽ ان ڪانپوءِ به ڪيترين لوڪ ڪچهريون ڪيون.

**بوڏاري:** هڪ ذات جو نالو.

**بوڏيا:** هندن جي هڪ ذات جو نالو، جيڪي بوڏيجا به سڏائين. هي به معلوم ٿئي ٿو ته ماضيءَ ۾ ٻُڌ هئا.

**بوڄار:** تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه.

**بورَ:** مينهن جو هڪ قسم، جنهن جي پُڇ جي چوٽي ۽ چئن ئي پيرن جا مُرا اَڇا هجن.

**بورُ:** گهوڙي جو هڪ رنگ، جيڪو سونهري ۽ ڳاڙهي رنگ جو ٿيندو آهي. هلڪي ڳاڙهي رنگ وارو اُٺ به 'بور' سڏبو آهي.

**بورائو:** سُونهون. واٽ ڏيکاريندڙ. جيڪو واٽ جو اڳ سونهون هجي. عام طرح هنگلاج وڃڻ وارا زيارتي، ڪراچيءَ مان نڪرڻ مهل هڪ پيادو ساڻ ڪڻندا آهن، جيڪو هڪ سونٽي جي چوٽيءَ تي جهنڊي ٻڌي، اُها پيٽ سان ٻڌي اڳيان هلندو آهي ۽ سڄو قافلو ان جي پٺيان هلندو آهي.

"بر ۾ بورائو، ڪڻ پيادي پاڻ سين" (شاهه)

**بورو:** سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم، جيڪا چلرن سان ٿيندي آهي، اُن جو وات وڏو ۽ رنگ اڇو ٿيندو آهي ۽ ڊيگهه هڪ ڪان اٺن انچن تائين ٿيندي اٿس.

**بوروشسڪي** (Burushasky) (ٻولي): هي ٻولي ڪنجوٽ، ڪاگونا، ورچڪوار، بروڪاڪي، بروڪاسڪي ۽ بلتم جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي.

هي ٻولي هنزا بروشسڪي، ناگر بروشسڪي، ورچڪوا بروشسڪي جي لهجن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ سان سميري، ڪاڪيشي ۽ دراوڙي ٻولين واسطي ۾ آهن.

هيءَ ٻولي پاڪستان، ڪشمير جي هُنزا، ناگر، ياسين ۽ گلگت واري علائقي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1997ع جي آدمشماري موجب ڳالهائيندڙن جو تعداد 87000 هو، جيڪي گهڻو ڪري اسماعيلي فرقي جا مسلمان آهن.

ليڊن يونيورسٽيءَ جي جارج وارن ڊريم جو چوڻ آهي ته بروشي لوڪن جي وچ ايشيا مان لڏ پلاڻ سبب هيءَ ٻولي وجود ۾ آئي ۽ ڦهلي. هن ٻوليءَ شنا ۽ گرور ٻولين ڪان لفظ اڌارا ورتا آهن، جيڪي داردي ٻوليون آهن؛ خود انهن ٻولين به هن ڪان لفظ ورتا آهن. هن ٻوليءَ ۾ ڪل 32 حرف صحيح ۽ 5 حرفِ علت آهن. هن ٻوليءَ جي لپي عربي آهي. تارنوي شاهه نالي شاعر جي شاعري هن لپيءَ ۾ لکيل آهي، پر ليٽن نموني جي لپي به استعمال ڪئي ويندي آهي.

هندوڪش، هماليه ۽ قراقرم جبلن جون قطارون جتي پاڻ ۾ گڏجن ٿيون ته انهيءَ خطي ۾ آريائي ۽ غير آريائي قومون آباد آهن. ماهرن جي راءِ آهي ته هنزا ۽ ياسين وادين ۾ بروشسڪي ڳالهائيندڙ قبيلا غيرآريائي آهن. گريئرسن لکي ٿو ته: ايران ڪان ڪي آريا، هندوڪش جبلن کي پار ڪري، هيٺ ڏکڻ طرف هڪ گروهه ۾ نه، پر ڌار ڌار گروهن ۾ داردستان ۾ لڏي آيا. ان زماني ۾ هتي غيرآريائي ٻولي بروشسڪي ڳالهائيندڙن جا ابا ڏاڏا رهندا هئا. اهي اصل ۾ ڪاڪيشا جي پهاڙي قبيلي وارن جو سڌوسنئون اولاد هئا؛ جن قبل مسيح واري زماني جي ٻئي ڏهاڪي ۾ وڏي لڏپلاڻ ڪان اڳ، ايشيا مائنر ڪان وٺي هندوستان تائين اُترين مرڪزي خطن ۾ زراعت جي شروعات ڪئي هئي. هي ٻولي نه هند آريائي آهي نه جاتڪ نه وري ايراني ٻولين جي خاندان سان واسطو اٿس. هن جو گهڻو ٺٺو واسطو ورسڪي (warski) ٻوليءَ سان آهي، جيڪا ياسين ۽ هنزا وادين ۾ ڳالهائين ويندي آهي. بروشسڪي ڏکي ٻولي آهي. جيئن ته لکت ۾ گهٽ آئي آهي. ان لاءِ صدري ادب محفوظ رهجي ويو آهي. ماهرن جو خيال آهي ته پشاچ، منگول قسم جي ٻولي ڪندا هئا، جنهن جا ڪجهه آثار بروشسڪي ۾ رهجي ويا آهن. هي بروش (Brush) قبيلي جي ٻولي آهي.

**بوڙينڊو:** هيءُ ڦوڪ وارن سازن ۾ شروعاتي ساز آهي ۽ مُهين جي دڙي مان به لڌو ويو آهي. عام طرح مٽيءَ جو ٺهيل هوندو آهي. ڪن هنڌن تي آويءَ ۾ پچايو به ويندو آهي. ان کي ٽي يا چار سوراخ ٿين ٿا، جن مان هڪڙو سوراخ وڏو، باقي سوراخ ننڍا ۽ هڪ جيترا ٿيندا آهن. اهي سوراخ ٻه- پور پاسي ٽڪنڊي جي نموني تي ٺهيل هوندا آهن. جيئن ته بوڙينڊو ٺاهڻ ۾ آسان آهي، سوان کي ٻار به رانديڪي طور ٺاهيندا آهن. ڪيترا شوقين وڏا بوڙينڊا ٺاهي، مٿن ڪنيارڪا چٽ چٽي باهه ۾ پچائيندا به آهن. وڄت وقت بوڙينڊي جي وڏي سوراخ ۾ ڦوڪ ڏيڻ سان سُريلو آواز پيدا ٿئي ٿو. جڏهن ته باقي ننڍن سوراخن تي آڱريون رکي سُر ملايو وڃي ٿو. بوڙينڊو وڄائڻ ۾ به سولو آهي. سو ننڍا ٻار ۽ ڌنار مال چارڻ وقت وڄائي، خوب لطف اندوز ٿيندا آهن. جيتوڻيڪ بوڙينڊو ڪو اهڙو ساز نه آهي، جيڪو ڳائڻ سان سنگت ۾ وڄائي سگهجي يا بوڙينڊي سان ڪا جدا ڌن وڄائي سگهجي، پر ايترو چئبو ته بوڙينڊي جا سُر مِٺا ضرور ٿيندا آهن. بوڙينڊو مٽيءَ جي گول ڪينهوڙي وانگر ٺاهيندا آهن، جنهن جو اندر پورو هوندو آهي. بوڙينڊو جيئن ته بنا خرچ جي ٺهي ٿو ۽ ٺهڻ ۾ به آسان آهي، تنهنڪري ڌراڙ، ونڌر لاءِ هي ساز ٺاهي ڪم آڻيندا آهن. گهڻو ڪري مال کي ورائڻ يا وٺاڻ تي آڻڻ لاءِ به وڄائيندا آهن. بوڙينڊو اسر ۽ شام جو وڄندي ڏاڍو سٺو لڳندو آهي. هيءُ ساز اتر سنڌ ۾، موهن جي دڙي واري زماني جي بيل گاڏيءَ وانگي سدائين موجود رهيو آهي، ۽ ڳوٺن ۾ اڄ به ان جو رواج آهي. وقت جي گذرڻ ڪري بوڙينڊي جي سوراخن ۾ ڦير گهير ايندي رهي آهي. مير محمد. نڙ توڙي بوڙينڊي جو تمام سٺو وڄائيندڙ هو سندس وڄت ۾ اڄوڪي دؤر جي نفاست هئي.



**بوڙينڊو**[2]: ڪنڊ، ڳڙ ۽ ترن مان ٺهيل هڪ قسم جي مٺائيءَ کي به بوڙينڊو چئبو آهي.

**بوزدار:** بلوچ قوم ۾ هڪ ذات جو نالو بوزدار، بلوچن جي لغاري قبيلي مان آهن. سنڌ ۾ سکر، لاڙڪاڻي ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ اڪثريت سان آباد آهن. انهيءَ ذات مان غلام مصطفيٰ بوزدار سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهي.

**بوزدار:** تعلقي محبت ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**بوزدار:** تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

**بوزدار رحيم بخش خان:** سردار رحيم بخش خان بوزدار گهوٽڪي ضلعي جي بااثر ۽ سياسي شخصيت آهي. هو سردار محمد خان بوزدار جو پٽ

آهي. هو 16- نومبر 1947ع تي گهوٽڪيءَ ۾ جائو پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي ۽ ايم. اي شاهه لطيف يونيورسٽي مان ڪيل اٿس. هو 1985، 1990 ۽ 1997ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهي. 2008ع جي چونڊن ۾ مسلم ليگ فنڪشنل جي ٽڪيٽ تي گهوٽڪيءَ جي تڪ پي ايس 8- تان ايم. پي. اي چونڊيو هو ٻيلن، جهنگلي جيوت، پورهئي ۽ نوجوانن جي معاملن وارين ڪميٽين جو ميمبر آهي. سردار بوزدار جي مستقل رهائش ڳڙهي چاڪر تعلقي ميرپور ماٿيلي ضلعي گهوٽڪي ۾ آهي.

**بوزدار، مسز راءِ ناز علي:** راءِ ناز علي بوزدار 24 جون 1964ع تي پني عاقل ۾ جائي. هوءَ پ پ پ جي



اڳوڻي ايم پي اي غلام مصطفيٰ بوزدار جي نُنهن آهي. جيڪو سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ به رهيو هو ۽ 1993ع وارين چونڊن ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي پني عاقل جي تڪ تان ايم پي اي چونڊيو هو محترمه راءِ ناز علي بي. اي. ڊگري ڪاليج گهوٽڪيءَ مان ۽ ايم. اي پوليٽيڪل سائنس ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. هوءَ عورتن جي مخصوص سيٽن تي پ پ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊي. هن وقت ڪچي آبادي، ڳوٺاڻي ترقي، پورهئي ۽ نوجوانن جي معاملن بابت اسٽينڊنگ ڪميٽين جي ميمبر آهي. سندس مستقل رهائش پني عاقل ۾ آهي.

**بوستانُ:** هن جي مخفف صورت 'بستان' به آهي. هيءُ لفظ فارسي زبان جو آهي، جيڪو ميويدار وڻن جي باغ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. شيخ سعدي شيرازي تقريباً 580هه/ 1184ع تي ايران جي شهر شيراز ۾ جائو سندس ٻه تصنيفون "گلستان" ۽ "بوستان" تمام گهڻيون مشهور آهن. سعدي شيرازي بوستان 655 هه مطابق 1257ع ۽ گلستان 656 هه/ 1258ع ۾ تصنيف ڪيون. اخلاقي موضوعن تي مشتمل هي ٻئي ڪتاب اڄ به جڳ مشهور ڪتاب آهن. "گلستان سعدي" بنيادي طرح نثر ۾ ۽ "بوستان سعدي" نظم ۾ آهي. انهيءَ ڪتاب جي ڪلاسيڪي حيثيت جي ڪري، اُهو ايران، هندستان ۽ وچ ايشيا جي نصاب ۾ شامل رهيو آهي. هن ڪتاب جا سنڌيءَ، پنجابيءَ ۽ بنگاليءَ ۾ به ترجما ٿيا آهن. تقريباً دنيا جي اڪثر ٻولين ۾ هن ڪتاب جا ترجما ڪيا ويا آهن.

**ٻُوسڻ:** چيٽ جي فصل واسطي، ڪتيءَ جي منڊ ۾ زمين کي ريج ڏيڻ لاءِ جالارو پاڻي ڏيڻ.

**ٻُوسو/ پوسو:** ڪڻڪ جي اَنِي جو ڇاڻ، جيڪو چوپائي مال کي ڏاري سان



گڏ کارائجي، اُن کي ٻوسو يا پوسو چئبو آهي. ٻوسو چوپائي مال جي من پسند غذا آهي ٻوسي کي حڪيمن جي اصطلاح ۾ 'ڪَتَرُ' به چوندا آهن. جو تاڪور ڪرڻ لاءِ ٻُوسي کي وڍهي گرم ڪري، تاڪور ڪرڻ مفيد آهي.

**ٻوسي:** درياءَ جي سيلاب يا اُٿل تي ٿيندڙ پوک، جنهن کي لُٻڻ تائين وري پاڻي ڪونه ڏبو آهي. هڪڙي پاڻيءَ تي ٿيندڙ انهيءَ پوک کي "ٻوسي پوک" چوندا آهن. ٻوسي پوک فقط سياري جي منڊ ۾ ئي ٿيندي آهي. ٻوسي فصلن ۾ ڪڻڪ، جَوَ، مٽر، چڻا، سرنهن ۽ ڄانٻو شمار ٿيندا آهن. اها پوک، جيڪا وٽ آيل زمين کي هر ڏيئي ڪاهيل هجي. ان کي ٻيهر پيرو وري پاڻي نه ڏجي. ٻوسي فصل جو دارومدار گهڻو ڪري مينهن تي آهي ۽ اهو فصل گهڻو ڪري ٿر ۽ ڪاڇي ۾ پوکيو ويندو آهي. مينهن نه وسندو ته انهن علائقن ۾ فصل نه ٿيندو آهي. سنڌ جا مسڪين ٿر ۽ ڪوهستان جا مارو، هاري ناري ۽ ڪمزور آبادگار جهوليون جهلي مينهن وسڻ جون دعائون ڪندا آهن.

**بوعلي سينا:** تفصيل لاءِ ڏسو: "ابن سينا".

**بو علي قلندر** (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب محمد سومار شيخ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 48 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻهريون، جيلاني پبليڪيشن، بدين، محبوب پريس، حيدرآباد مان سال 1968ع ۾ ڇپايو.

**بوعلي قلندر، شيخ:** بوعلي قلندر رح جي ولادت 602هه/ 1205ع ۾ ٿي سندس جنم پاڻيپٽ ۾ ٿيو ۽ اتي ئي تعليم حاصل ڪيائين ۽ وري اتي ئي درس ڏيندو رهيو. سندس والد عراق مان 1203ع ۾ هندستان لڏي آيو هو بوعلي قلندر امام ابوحنيفه رضي الله عنه جي اولاد مان هو. ننڍپڻ ۾ ئي ظاهري علم حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت لاءِ قطب مينار دهليءَ جي ويجهو پڙهائڻ جو ڪم به ڪيائين، پر تصوف ڪيس ظاهري ڳالهين کان پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو بوعلي قلندر، خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي رح جو خليفو به ٿيو ان کان پوءِ هڪدم هر شيءِ کان دل بيزار ٿي ويس ۽ سمورا ڪتاب درياءَ ۾ اڇلي، هڪدم ذڪر فڪر ۾ مصروف ٿي ويو "تاريخ فيروزشاهيءَ" ۾ شيخ بوعلي قلندر رح سان سلطان غياث الدين تغلق جي ملاقات جو ذڪر آيل آهي. هن بزرگ 9 رمضان 724هه/ 1323 ۾ وفات ڪئي. سندس مزار پاڻيپٽ پنجاب ۾ آهي.

**بوگرا فارمولا:** محمد علي بوگرا ڇهن مهينن اندر يعني آڪٽوبر 53ع تي اسيمبلي آڏو آئيني فارمولا پيش ڪيو جيڪو بوگرا فارمولا سڏجي ٿو. هن فارمولا تحت قانونيه جا ٻه ايوان تجويز ڪيا ويا. اپر هائوس جي ميمبرن جو تعداد 50 مقرر ڪيو ويو ۽ ان ۾ پنجن يونٽن کي هڪ جيتري نمائندگي ڏني وئي. اهي پنج يونٽ اوڀر بنگال، پنجاب، سرحد، سنڌ، بلوچستان، ڪراچي، خيرپور ۽ بهاولپور تي ٻڌل هئا. لوئر هائوس لاءِ 300 ميمبر تجويز ڪيا ويا. انهن ۾ پنجن يونٽن کي هن تناسب سان نمائندگي ڏني وئي. اوڀر بنگال 165، پنجاب 75، سرحد صوبو 13، قبائلي علائقا 11، سنڌ 19، خيرپور 1، بلوچستان 3، بلوچستان رياست 2، ڪراچي 4 ۽ رياست بهاولپور 7. هن فارمولي جي قابل ذڪر ڳالهه اها آهي ته ان ۾ برابري وارو اصول برقرار رکيو ويو جيڪڏهن ٻنهي ايوانن جو گڏيل اجلاس گهرايو وڃي ته اتي اوڀر پاڪستان مان 175 ۽ اولهه پاڪستان مان به اوترائي ميمبر هجن ها. هن فارمولي ۾ ٻنهي ايوانن لاءِ هڪ جيترا اختيار رکيا ويا.

آئين سازي آڏو اهو مسئلو درپيش هو ته پاڪستان جي آئين ۾ مرڪز بااختيار هجي يا صوبن کي وڌ ۾ وڌ صوبائي خودمختياري ڏني وڃي. ان ڳالهه تي اختلاف راءِ موجود هو اوڀر پاڪستان وڌ ۾ وڌ صوبائي خودمختياري جو خواهشمند هو جيڪي گروپ صوبائي خودمختياري جا حامي هئا. انهن جي راءِ هئي ته مرڪز کي رڳو ٽي ڪاتا (پرڏيهي معاملا، بچاءُ ۽ ڪرنسي) ڏنا وڃن. باقي سمورا اختيار صوبن کي ڏنا وڃن. ان جي ابتڙ جيڪي ماڻهو مضبوط مرڪز جا حامي هئا، سندن چوڻ هو ته عصبيت ختم ڪرڻ لاءِ

ضروري آهي ته مرڪز بااختيار ۽ سگهارو هجي. انهن ٻن متضاد خيالن مان هڪ ٽئين راهه ڪڍي وئي. اختيارن کي ٽن حصن يعني مرڪزي، صوبائي، گڏيل لسٽ ۾ ورهايو ويو. مرڪز کي پرڏيهي معاملا ڪرنسي، بئنڪنگ، مواصلات، پرڏيهي، واپار جا کاتا ڏنا ويا. مرڪزي کي ڏنل اختيارن جو تعداد 48 هو. جڏهن ته ٽي اختيار گڏيل هئا. زبان جي مسئلي کي حل ڪرڻ اردو ۽ بنگالي ٻنهي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيڻ جي رٿ ڏني وئي.

**بولا خان جاڪرو:** بولا خان نومڙيو هو. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ جابلو ماڻهن جو سردار هو ۽ ميان وٽ وڏي مان وارو هو. سال 1160هه/ 1747ع ۾ جڏهن ڏاراجا جي راڻي فساد ڪيو ۽ لشڪر وٺي ٺٽي تي ڪاهي آيو، تڏهن بولاخان نهمڙدي (نومڙيو) جاڪرو، مسو فقير ۽ شيخ شڪرالله سان گڏجي انهن کي وڃي سامهون ٿيو. ٽي ڏينهن جنگ هلي، نيٺ انهن کي ڀڄائي ڪڍيائون.

**بولاڪي:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'رمضان سرڪي'، 'عبدالڪريم سرڪي'، 'مغيم جعفري'، 'گامو دڙو'، 'سيال ڳوٺ'، 'الهه بخش بروهي'، 'لاشاري ڳوٺ'، 'حاجي ڳوٺ'، 'محمد ڪريم سرڪي'، 'عبدالخالق ڊول'، 'الهرکيو سيال' ۽ 'پهلوان پٽي'.

**ٻُولانُ:** سبي ۽ ڪوئيٽا جي وچ ۾ جبل جو لڪُ. جتان بولان نئن وهي ٿي. اهوئي ڪوئيٽا کان وٺي سبيءَ تائين پهاڙي سلسلي کي پار ڪرڻ جو آسان رستو آهي. قديم دور ۾ جيڪي قومون افغانستان مان سنڌ ۾ داخل ٿيون، اُهي سڀ بولان لڪ کان داخل ٿيون.

**بولان درياهه:** هيءَ هڪ قديم درياهه آهي. 91- 1890ع ۾ اها ثابتي ملي ٿي ته ماضيءَ ۾ اهو هڪ وڏو درياءُ هو جيڪا به شيءِ اُن جي وهڪري جي سامهون ايندي هئي، ان کي لوڙهي ڇڏيندو هو. ڪتاب "ٽوئس آن افغانستان" ۾ اهڙو ذڪر موجود آهي. هيءَ ان زماني کان ٿورو اڳ جي ڳالهه آهي، جڏهن اتان ريل بند وڇائڻ لاءِ ويچار ٿي رهيو هو.

**بولان ريلوي:** انگريزن ڪوئيٽا ۾ ڇانوڻي وڏي ته سنڌن مرضي ٿي ته هن فوجي مرڪز کي ريل رستي لاهور ۽ ڪراچيءَ سان ملائجي. اُن لاءِ بولان ريلوي لائين وڌائون. جيڪا ريلوي لائين جيڪب آباد کان بولان، ڪوئيٽا ۽ چمن تائين 1885ع ۾ پوري ٿي.

**بولٽن مارڪيٽ:** ڪراچيءَ جي مشهور مارڪيٽ. هيءَ عمارت جو نقشو "اسٽريچن" ٺاهيو هو ۽ تعمير جي لحاظ کان يورپي طرز تي آئڊيل آهي. هن



بازار کي ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ڪرنل "بولٽن" جي خدمتن عيوض سندس نالي تي سڏيو ويو. هن مارڪيٽ جي عمارت 100 فوٽ ڊگهي ۽ 80 فوٽ ويڪري هئي. هن ۾ پاڇين ۽ ميون جا ڪيترائي دڪان آهن.

**بولچند تيرتداس ناروائي:** تفصيل لاءِ ڏسو "آشا درگاپوري".

**بولچند ڏيارام:** هيءُ سنڌي ٻوليءَ جو مشهور ليکڪ ۽ عالم هو. ڪيس 1908ع ۾ سنڌي ٻوليءَ سان سهڪار جي ڪري انگريز سرڪار طرفان خراج تحسين پيش ڪيو ويو هو. هن پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو سنڌي تعليمي ادارن جي سڌاري لاءِ گذاري ڇڏيو. بولچند ڏيارام جون مشهور لکيل ڪهاڻيون 'تاج محل' ۽ 'نورجهان' 1914ع ۾ ڇپيون. هن 'سنڌ جي تاريخ' پڻ لکي. بولچند ڏيارام 1923ع ڌاري هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

**بولچند راجپال:** سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ ناميارو ليکڪ اتر سنڌ جي مشهور ڳوٺ "ميان جي ڳوٺ" ۾ ڄائو هو. هن کي سنڌي ٻوليءَ جو لائق نقاد چيو وڃي ٿو. هن 1932ع ۾ ماهوار رسالو "سنڌو" ڪڍيو. وقت جو ڪامياب ايڊيٽر هو. هن سنڌي ٻوليءَ جي صوفي شاعر "بيدل" جي شاعريءَ تي هڪ ڪتاب "بيدل جو ڪلام" ترتيب ڏنو هو. جنهن ۾ هن بيدل جي ڪن بيتن تي تنقيد پڻ ڪئي آهي.

**بولچند مورومل ڪتواڻي:** بولچند ڪتواڻي تخلص "ڪمل". فيبروري 1938ع ڌاري سکر سنڌ ۾ ڄائو. 22 سالن کان شاعري ڪري رهيو آهي. سندس رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. گجراتي ناٽڪن ۾ اداڪار طور ڪم ڪيائين. هن وقت سندس رهائش پاٽيا بازار، گوپيناٿ حويلي پرسان پوربندر (ڀارت) ۾ آهي.



**ٻُولو:** عورتن جو نڪ ۾ پائڻ جو زيور. بولو نڪ جي پاسي کان سواءِ نڪ جي ٽوڙيءَ يا بانسيءَ ۾ به پائبو آهي. بولو بوليءَ کان وڏو ٿئي ٿو ۽ سون جو ٺهيل هوندو آهي. هندو عورتن جي بولي ۾ ننڍڙو ياقوت پيل هوندو آهي. هيءُ زيور اڪثر ڇوڪريون پائينديون آهن. پر ڪي وڏيون عورتون به پائينديون آهن.

**بولو ڪيڊو:** ڪيدا شورن جو هڪ ننڍڙو پاڙو آهي. ڪوٽڙيءَ کان ڏکڻ طرف، سنڌونديءَ جي پر ۾ شورن جو پنهنجو ڳوٺ آهي. انهيءَ پاڙي مان "بولو" نالي سان هڪڙو بزرگ ۽ درويش ٿي گذريو آهي. مست فقير، صاحب ڪرامت شخص هو. تحفة الڪرام جو مصنف ڪيس مشهور مجذوب ۽ سالڪ ٻڌائي ٿو. سدائين پنهنجي رمز ۾ رهندو هو. سندس ڪيترائي مريد آهن.

**ٻُولي:** نڪ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهه. ننڍو ٻُولو عموماً ڪنواريون ۽ ننڍيون ڇوڪريون پائينديون آهن. هيءُ ڳهه سون جو ٿيندو آهي. سنڌ ۾ بوليءَ جا هيٺان قسم عام آهن: ڦوڙي واري بولي، رَڇ واري بولي، پَنج ٽِڪي بولي، تاري واري بولي، گهنگهروءَ واري بولي، سامين جي بولي، لال موتيءَ واري بولي ۽ لسيءَ تار واري بولي. رَڇ واري بولي اڪثر اتر سنڌ ۾ پائين. چانديءَ جي بولي سنڌ ۾ ڪنواريون ڇوڪريون پائين. باگڙي ۽ سامي قبيلن جون ڇوڪريون ۽ عورتون ڇٽ واري بولي نڪ جي ٽوڙيءَ ۾ پائين.



**بولي** (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب محمد حسين شيخ ڪنڊياروي ۽ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 254 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا ٽي رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سلسلہ اشاعت طرفان. فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ شايع ٿيو. ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي ڏيپلي جي ديهہ "پانيلي" ۾ آباد آهي.

**بوليجي**: هيءَ علائقو ڪراچيءَ کان تقريباً ستاويهہ ميل اتر_ اولهہ ۾ آهي. هيءَ جابلو ڪنارو آهي. سامونڊي ھونا جبلن تان پاڻيءَ لهڻ بعد ڏسي سگهجن ٿا. ان ڪناري جي هڪڙي خاصيت اها بہ آهي تہ هتي سِپ نما ساهوارو اسپونڊيلس (Spondylus) ملندو آهي، جيڪو پٿرن جي مٿان قابو چنبڙيل هوندو آهي. گهڻو ڪري سامونڊي ڪناري تي ملندو آهي. ان کي گڏ ڪرڻ تمام ڏکيو آهي، ڇوتہ اهي جبلن جي رنگن سان مشابهت رکن ٿا ۽ ڪنهن عام ڏسڻ واري کي پٿريا جبل جو حصو معلوم ٿيندا آهن.

**بُونبَ**: هيڙيءَ يا غوراب جو ڪوهو ڍاڪونءَ جي مٿئين پڙ يا ڪٽ جي پائي جي مٿين ڇهنب.

**بُونبلو**: ڪاري پاڻيءَ جي هڪ قسم جي مڇي. هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي ننڍڙين مڇين مان آهي. هن جي ڊيگهہ ڇهہ انچ کن ٿئي. هيءَ مڇي سُڪل ڪاٺ ۾ سوادي ٿيندي آهي. هن جي غذا لوڙ ۽ چوڏي مڇيءَ واري ساڳي آهي.

**بُونڊي**: هڪ قسم جي مِٺائي، نُختي. ڳوهيل پٽڙي بيسڻ کي ڇاڻيءَ ۾ وجهي، تَئي جي مٿان جهليندا تہ ڇاڻيءَ مان بيسڻ جا قطرا ڇٽي تتل تيل واري ڪڙاهيءَ ۾ پوندا ۽ اُهي پچڻ کان پوءِ چاش ۾ ٻوڙيندا تہ بُونڊي ٺهي پوندي، جنهن کي "نختي" بہ چون. بونڊي انهيءَ ڪري نالو ڏنائونس جو 'بُونڊ' ٿيءَ ۾ پوي ٿي ۽ نختيءَ جو مطلب بہ ساڳيو آهي. يعني نقطن وانگر ڇٽي پوندڙ مٺائي.

**بُونشاري ٽاڪَر**: تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ ڪوبہ ڳوٺ آباد ناهي.

**بُونهري**: ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'لالو خان لاشاري'، 'پنهور سونهري'، 'اسحاق پنهور'، 'فتح محمد جمالي'، 'فاروق رند'، 'اسلم شاهہ جو ڪوٽ'، 'اوطاق گاجن ساند'، 'محمد خاصخيلي'، 'طالب مڪراني'، 'عالم ٻگهيو'، 'احمد خان مگسي'، 'جڙيو حاصلو'، 'منو فقير'، 'اڪبر مگسي' ۽ 'حضور بخش مگسي'.

**بوهرا/ بوهري/ بوري**: سنڌ ۽ گجرات جو هڪڙو مسلم فرقو. جيڪو هندو نسل مان مسلمان ٿيل آهي ۽ منجهن ٿورو گهڻو يمني عربن جو رت گڏيل آهي. هي اڪثر ڪري اسماعيلي فرقي جا شيعا آهن ۽ انهيءَ جماعت سان تعلق رکن ٿا، جيڪي مصر جي فاطمي خليفن مان المستعلي (487هہ/ 1094ع کان 495هہ/ 1101ع) جي انهيءَ دعويٰ جي حمايت ڪن ٿا تہ اُن کي ئي پنهنجي پيءُ المُستنصر کان پوءِ تخت جو جائز حقدار سمجهن ٿا. المستعلي، پنهنجي ڀاءُ امام نزار جي مخالفت ڪئي هئي، جنهن جي حامين جا نمائندا هند پاڪ ۾ پاڻ کي اسماعيلي نزاري (هاڻي آغاخاني) سڏائيندا آهن.

بوهري لفظ جي معنيٰ، تاجر يا واپاري آهي، جيڪو گجراتي لفظ "وهورو" مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي واپار يا تجارت ڪرڻ. اُن ڪري، ڪيترا ماڻهو پاڻ کي 'ووهرا' بہ سڏائيندا آهن ۽ ڪراچيءَ ۾ ان نالي سان هڪ ميڊيڪل ڪاليج بہ کوليو ويو هو. بوهري يا بوهرا نالو فقط مسلمانن تائين محدود ڪونهي. سال 1901ع جي آدمشماريءَ ۾ 6652 هندن ۽ 25 جين مت وارن بہ پاڻ کي "بوهره" لکايو هو سال 1901ع جي آدمشماري مطابق بوهرن جو تعداد 146255 ڄاڻايو ويو هو برطانوي حڪومت ۾ بوهري برادريءَ جا ڪجهہ ماڻهو ڪاٺياواڙ ۽ بمبئيءَ کان لڏي ڪراچيءَ آيا هئا. اصل ۾ بوهرن جو تعلق مالابار ۽ راجپوتانا جي هندن سان آهي، جيڪي مسلمان ٿي ويا هئا. بوهرا برادري گهڻن فرقن ۾ ورهايل آهي. هنن ۾ وڏا فرقا داؤدي، سليماني، لوٽيا ۽ سني آهن. هي ماڻهو سيدنا طاهر سيف الدين جا پيروڪار آهن. "بوهرا" لفظ جي معنيٰ ۾ تضاد آهي، تڏهن بہ هي لفظ "شاهوڪار" ۽ "تاجر" جي معنيٰ ۾ عام استعمال ٿيندو آهي. بوهرا ٻن جماعتن ۾ ورهايل آهن: هڪڙا، جيڪي واپاري آهن، سي سڀ شيعا آهن. ٻي جماعت سُنين جي آهي، جيڪي گهڻو ڪري هاري ۽ مُجيري آهن. اسماعيلي بوهرن جا ڪي خاندان انهيءَ تي دعويدار آهن تہ اُهي انهن ماڻهن جو اولاد آهن، جن عرب ۽ مصر مان نڪري هند/ سنڌ ۾ پناهہ ورتي هئي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ بوهرين جي اڪثريت هندو نسل مان آهي، جن جي ابن ڏاڏن کي اسماعيلي مبلغن اسلام جي دائري ۾ آندو هو عام روايت آهي تہ انهن جو پهريون مبلغ عبدالله نالي هڪ شخص هو جنهن کي فرقي مستعليه جي امام، يمن مان موڪليو هو ان مبلغ بابت چيو وڃي ٿو تہ هو 400هہ/ 1009ع ۾ ڪنيات آيو ۽ سرجوشيءَ سان پنهنجي فرقي جي اشاعت ڪرڻ لڳو. ٻيءَ هڪ روايت موجب مُستعلين جي پهرئين مبلغ جو نالو محمد علي هو جنهن جي قبراج بہ ڪنيات ۾ موجود آهي. ان وقت چالوڪيہ خاندان جي گجرات تي حڪومت هئي، جن اسماعيلين کي پنهنجي فرقي جي تبليغ جي اجازت ڏيئي ڇڏي هئي. 1297ع ۾ هندن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو ان کان پوءِ سُني عقيدن جي اشاعت دوران بوهرن کي ڪجهہ سخت دور ڏسڻو پيو 946هہ/ 1539ع تائين هن فرقي جو پيشوا يمن ۾ رهندو هو ۽ بوهرا ان جي زيارت لاءِ اُتي ويندا هئا، عشر ادا ڪندا هئا ۽ پنهنجا مسئلا نبيريندا هئا. ان زماني ۾ يوسف بن سليمان هندستان ۾ هليو آيو ۽ سيت پور (بمبئي) ۾ رهڻ لڳو سال 996هہ/ 1587ع ۾ داعي دائود بن عجب شاهہ انتقال ڪيو تہ گجرات جي بوهرن دائود بن قطب شاهہ کي ان جو جاءِ نشين مقرر ڪيو. پر سليمان نالي هڪڙي شخص دعويٰ ڪئي تہ وٽس دائود بن عجب شاهہ جو تحريري حڪم موجود آهي، جنهن موجب جاءِ نشينيءَ جو حق وٽس آهي. اهو وصيت اجا تائين سليماني "دعوت" جي قبضي ۾ موجود آهي. (هن فرقي جي جماعتي انتظام کي "دعوت" چوندا آهن). سليمان جي وفات احمد آباد ۾ ٿي، جتي ان جي قبر ۽ ان جي حريف دائود بن قطب شاهہ جي قبر، سنڌن پوئلڳن لاءِ قابل احترام آهن. سليمان جي دعويٰ کي مڃيندڙ "سليمانيه" چوائين ٿا ۽ انهن جو داعي يمن ۾ رهندو آهي. هندستان ۾ سليماني دعوت جو مرڪز "بڙودو" آهي، جتي اسماعيلي مخطوطات جو وڏو ڪتبخانو آهي. انهن ٻنهي ۾ ٻيو فرق اهو آهي، جو دائودي گجراتيءَ زبان جي هڪ شڪل استعمال ڪندا آهن، جيڪا عربي لفظن ۽ جملن سان معمور آهي؛ ان زبان ۾ پنهنجا انتظامي فرمان جاري ڪندا آهن ۽ خطبا ڏيندا آهن. ان جي برعڪس سليماني سِيني مقصدن لاءِ اردو استعمال ڪندا آهن. دائودي بوهرين جو پيشوا عموماً بمبئيءَ ۾ رهندو آهي، ليڪن سندن مرڪز سورت ۾ آهي ۽ "ڏيڊيءَ" جي نالي سان مشهور آهي. ٻنهي هنڌن تي اسماعيلي مخطوطن جو سٺو ذخيرو موجود آهي. سورت ۾ هڪڙو عربي مدرسو آهي، جيڪو "درس سيفيءَ" جي نالي سان مشهور آهي ۽ جنهن جو نالو، سندن داعي سيدنا طاهر سيف الدين جي نالي تي رکيو ويو آهي. اُن جو انتقال ٿي ويو آهي. سندس مزار بمبئيءَ ۾ آهي. هاڻي سندس جاءِ نشين سندس صاحبزادو آهي، جنهن جو دفتري لقب "الداعي المطلق" آهي، ليڪن عام طرح مريد کيس "مُلاجي" يا "سيدنا صاحب" چوندا

آهن. سندس مريدن جو وڏو تعداد مخصوص انداز ۾ عجز نياز جو اظهار ڪندو آهي، جنهن کي "تقبيل الارض" (زمين بوسي) چوندا آهن. اها رسم فاطمين جي زماني کان هلندي اچي، جنهن ۾ سجدي جي مقرر شڪل ۾ نهايت معمولي فرق آهي.

شادي ۽ موت جون رسمون توڙي نماز ادا ڪرڻ ۾ مقامي عهديدار رهنمائي ڪندا آهن، جن کي "عامل" چوندا آهن. عام طرح هي تجارت پيشه آهن، البت پاڪ هند، سيلون يا مشرقي آفريڪا جي ڪن خاص حصن ۾ سليماني فرقي وارا عوامي زندگيءَ ۾ به شامل ٿيڻ لڳا آهن ۽ سرڪاري ملازمت به قبول ڪرڻ لڳا آهن. دائودي بوهرن جا ٻه ٻيا به ننڍا فرقا آهن. هڪڙا عليه بوهري، جن 1624ع ۾ وڏي ملا شيخ آدم جي پوٽي عليءَ جي گادي نشينيءَ جي حمايت ڪئي هئي. ان جي مقابلي ۾ شيخ طيب هو، جنهن کي خود شيخ آدم پنهنجو جاءِ نشين نامزد ڪيو هو. ٻيو فرقو ناگوشتيه، جيڪو عليه فرقي کان 1789ع ڌاري علحده ٿيو هو. هن فرقي وارا گوشت کوريءَ کي گناهه قرار ڏين ٿا. جعفري بوهره جو وڏو حصو، دائودي بوهرن جو اولاد آهي، جيڪو مظفرشاهه (810هه/ 1407ع) جي دور ۾، گجرات جي بادشاهن جي وقت ۾ سني ٿي ويو هو. جيئن ته انهن ۾ اضافو هندو نو مسلمن جي ڪري ٿيو. انهيءَ ڪري هنن پنهنجو فرقو صوفي پير سيد احمد جعفر شيرازيءَ (15 صدي عيسوي) جي نالي تي جعفري بوهرا رکيو. سنڌ ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ بوهرن جو وڏو تعداد رهندڙ آهي. سابق گورنر سنڌ فخرالدين جي ابراهيم، حاتم علوي، پروفيسر طاهر علي، ڊاڪٽر قمرالدين بوهرا ۽ غلام علي بندوق والا هن جماعت جا مشهور ماڻهو آهن.

**بوهِري/ بُهرِيُون:** تعلقي هالا، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ قديم ڳوٺ جو نالو. هيءُ ڳوٺ اڳاٽي هالا ڪندي پرڳڻي ۾، تعلقي نصرپور ۾ هوندو هو. 999هه/ 1591ع ۾ جڏهن اڪبر بادشاهه، مرزا جاني بيگ کي سيڪت ڏيڻ لاءِ عبدالرحيم خان خانان کي ٺٽي تي چاڙهي موڪليو ته مرزا جاني بيگ اها خبر ٻڌي، خشڪيءَ توڙي درياهي لشڪر وٺي، جنهن ۾ 25 ٻيڙين جو آرماڙ به شامل هو، هن ڳوٺ ۾ اونهي کاهي کوٽائي ۽ ننڍڙو پر مضبوط قلعو ٺهرائي ويهي رهيو هو. انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ عبدالرحيم خان خانان به قلعي سامهون اچي ڇانوڻي هڻي هئي. بيگلارنامي جي مصنف لکيو آهي ته "بُهري يا کهري حقيقت ۾ انهيءَ ڍنڍ کي چيو وڃي ٿو، جا ٻوڏ جي پاڻيءَ مان، درياهه جي ڪنڌيءَ لڳ تيار ڪئي ويندي آهي. جهيجن جو ڳوٺ هن وقت اڏيري لال ڳوٺ جي نالي سان مشهور آهي. بوهري جنهن کي بوهريون به چون ٿا، اڏيري لال لڳ حيدرآباد ضلعي ۾ آهي." مصنف وڌيڪ لکي ٿو ته "خان زمان (شاهه قاسم خان)، امير خسرو، شيخ سلطان، قاسم علي سلطان ۽ ٻين اميرن کي ساڻ ڪري بوهريءَ وٽ اچي جائيتا ٿي ويٺا، جنهن جي هڪڙي پاسي درياهه، ٻئي طرف جتان دشمن جي لشڪر جو ڏِڳ هو اهڙي ڏهڻ هئي، جو انهيءَ کي ان پاسي اچڻ جي همت نه هئي، چوته اتي جنهن به پير ٿي رکيو سو ڳچيءَ تائين ڏهڻ ۾ هليو ٿي ويو. امير خسرو اها جاءِ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ لشڪرين کي شاباس ڏنائين ته کاهيءَ توڙي ڪوٽ جي لاءِ هن کان وڌيڪ ڪا ٻي جاءِ ٿي نٿي سگهي. بروقت کاهي لاءِ کڏ کوٽڻ جو حڪم ڏنائين، جنهن سان گڏ سندن لشڪرين ٺل ۽ ڪُنگرن سان هڪ ڪوٽ اڏيو جيڪو ٿوري ئي عرصي ۾ تيار ٿي ويو هو. پوءِ نصرپور مان سڄو لشڪر ان قلعي ۾ اچي آرامي ٿي ويهي رهيو. هن ماڳ وٽ سنڌين جي لشڪر گوريلا جنگ واري حڪمت عملي اختيار ڪري شاهي لشڪر کي گهڻو پريشان ڪيو. تنهن ڪري خان خانان جي لشڪر ۾ افراتفري ۽ مايوسي پکڙجي وئي. طبقات اڪبريءَ مطابق اڪبر بادشاهه شاهي لشڪر جي مدد لاءِ لکين رپيا ۽ لکين مڻ اناج ۽ راجا راءِ سنگهه هٿان توپون ۽ لشڪر ڏياري موڪليو. خان خانان حالتن کان تنگ ٿي، بوهريءَ تان گهيرو ختم ڪري فوج کي ٽن حصن ۾ ورهائي هڪ حصو سيوهڻ قلعي جي گهيري لاءِ موڪليو هڪ حصو بوهريءَ وٽ ڇڏيائين ۽ باقي لشڪر وٺي فتح باغ/ جوڻ واري پرڳڻي ڏانهن هليو ويو. هن چاهيو ٿي ته مرزا جاني بيگ کلئي ميدان تي اچي ته کيس شڪست ڏجي، پر جاني بيگ سيوهڻ جي قلعي ڏانهن ويل شاهي فوج جي پٺيان روانو ٿيو. شاهي فوج جو هڪ حصو پليان بوهري ۾ مورچي بند ٿي اچي ويٺو. جاني بيگ ۽ شاهي فوج جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي. مرزا جاني بيگ بهادريءَ جو اعليٰ مظاهرو ڪيو. هن چاهيو ٿي ته جنگ گڏائي وڙهجي، پر سندس ماڻهو کيس جنگ جي ميدان مان ڪڍي ويا ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي انڙپور هليا ويا. بعد ۾ جاني بيگ، خان خانان وٽ پيش پيو ۽ ساڻس گڏجي اڪبر بادشاهه وٽ آيو. اڪبر بادشاهه کيس معاف ڪري دهليءَ ۾ رهائي ڇڏيو جتي ئي اڳتي هلي جاني بيگ وفات ڪئي.

اُن زماني ۾. درياهه هن علائقي مان ساڳري واري پيٽ مان وهي رهيو هو. اُن جنگ جي ميدان کي پٽ شاهه کان ٽي ميل اُتر اوڀر طرف سمجهي سگهجي ٿو. اُتي هن وهڪري جو پيٽ گهڻو ظاهر آهي. مير معصوم جو بيان آهي ته جهيڙي جو پڙ بوهرين کان ڇهه ڪوهه يا 12 ميل پري هو. هن وقت بوهري ديهه نصرپور کان 10 ميل کن اُتر ۾ آهي. اُن شهر جا ترڙ هن وهڪري جي پراڻي پيٽ تي اوڀارينءَ ڪنار سان اڄ به ڏسي سگهجن ٿا ۽ ساڳئي نالي سان نئون ڳوٺ انهن پراڻن پڊن کان مُنو ميل کن اترطرف آهي.

**بُوهَڙَ:** هڪ ذات جو نالو.

**بوهڙ**[2]: قنبر ۽ جاتي تعلقن ۾ ديهن جو نالو به بوهڙ آهي. بوهڙ ڳوٺ، جاتي شهر کان 8 ميل پري شيرخان واهه جي ڪپ تي آباد آهي ۽ تعلقي جاتيءَ جي قديم ڳوٺن مان هڪ آهي، جنهن تي بوهڙ ذات تان نالو پيو. جيڪا هتي رهندڙ آهي. هتي رهندڙ ذاتين ۾ لوهار ۽ سميجا وغيره شامل آهن. هتي 1901ع جي تعمير ٿيل پراڻي مسجد آهي. هن وقت هتي پرائمري ۽ مڊل اسڪول موجود آهن. تازو يونيسيف جي امداد سان رورل هيلٿ سينٽر قائم ٿيو آهي. تعلقي قنبر، ضلعي لاڙڪاڻي جي ديهه بوهڙ ۾ بوهُڙن جو فقط هڪ ڳوٺ آهي.

**بَوهِي:** هيءُ تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ 8 ڳوٺ شامل آهن.

**بَوهِي**[2]: پکيءَ جو هڪ قسم.

**بَوهِي**[3]: ساموندي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**بوهي جا قُبا:** هي آثار اصل ۾ ٿهيم خاندان جي پٺاڻن سان جنگ جا آهن، جيڪي شڪارپور کان ٽيهه ڪلوميٽر اولهه طرف، انڊس هاءِ وي لڳ ڊکڻ ۽ رتيديري جي وچ تي واقع "بوهي جا قبا" جي نالي سان مشهور آهن. ڪلهوڙن جي دوُر ۾ ٿهيمن ۽ پٺاڻن ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ ٿهيم شهيد ٿي ويا. ان کان پوءِ 1781ع ۾ انهن جي گهر وارين مقبرا ٺهرايا. هڪ صاحب خان ٿهيم جو، ٻيو دلاور خان ٿهيم جو ۽ ٽيون جلال خان ٿهيم جو مقبرو آهي. جڏهن ته چوٿون ننڍو مقبرو جعفر شاهه نالي هڪ بزرگ جو آهي، اهڙي قسم جي سروي مهراڻ ايڪسپلورنگ ٽيم پنهنجي مطالعاتي دوري دوران ڪئي آهي. ٽيم جي چيئرمئن وجاهت حسين مهر چيو ته ڪنهن به تاريخدان ۽ آثار قديمه جي ماهر، بوهي جي قبن تي تحقيق نه ڪئي آهي. هينري ڪزنس جو ڪتاب (سنڌ جا قديم آثار) سنڌي ادبي بورڊ وارن ترجمو ڪري ڇپايو آهي، ان ۾ ٿهيمن جي مزار وارن قبن کي يارمحمد ڪلهوڙي جو مقبرو ڄاڻايو ويو آهي، جيڪا غلطي

درست ڪرڻ گهرجي. هن وقت بوهي جا قبا ميسارجي رهيا آهن. مقبرن جي حالت بلڪل زبون آهي.

**بوهيءَ جا قبا**[2]: هن نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي ڳڙهي ياسين جي ديهہ ”سانگيءَ“ ۾ آباد آهي.

**بوهي مڱ/ بوهي چڻا** (Ground Nut/ *Arachais hypogaca*): 51 سيڪڙو تيل ملي ٿو. بوهي مڱ اسان جي صوبي جو هڪ اهم فصل آهي. هيءُ فصل مڪيءَ ڊنڊ وارين ايراضين ۾ پوکيو ويجي ٿو. چو جو اتان جي زمين واريسي آهي. واريسي زمين جنهن ۾ ووڻڻ وغيره نہ ٿا ٿين. اتي هيءُ فصل ڏاڍو ڪامياب آهي. هيءُ فصل سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي واريسن علائقن ۾ تمام سٺو ٿيندو آهي. هن فصل تي خرچ ۽ محنت گهٽ ۽ بچت وڌيڪ ٿئي ٿي. واريسي زمين تي چار سُڪيءَ جا هر ڏيئي، پٽ پچي زمين کي سڌو ڪجي تہ جيئن زمين ۾ ڦرين چڱيءَ طرح تيار ٿي وڃن. ربيع ڪان پوءِ بہ هر ڪڍي ٻاٽيون گهمائي، پوکڻ گهرجي. هن فصل جي پوک جو موزون وقت ڏکڻ سنڌ ۾ سيءَ جو مهينو آهي ۽ اتر سنڌ ۾ جون جو مهينو آهي. پوکي، ناڙيءَ رستي، 46 سينٽي ميٽرن کان 60 سينٽي ميٽرن تي ڪجي. جي-17 سڏي جنس ۽ جي-15 پکڙڻ واري جنس هن فصل جون مکيہ جنسون آهن. عام طرح بوهي مڱن جي ڦرين کي ”ڪاچا“ يا ”مڱ ڦلي“ بہ چوندا آهن. اتر سنڌ ۾ وري مڱ ڦرين کي ”مُڱيرا“ چوندا آهن.



**ٻهہَ**: ٻيڻ جي ول جون سوراخدار پاڙون، جيڪي ڀاجيءَ طور رڌي کائيبون آهن. انهن کي ٻهہَ سڏبو آهي. هيءُ خريف جي مند جو فصل آهي، جنهن کي گرم ۽ خشڪ آبهوا جي ضرورت هوندي آهي. ٻهہَ سچيءَ سنڌ ۾ ٿيندا آهن ۽ عام طرح ڍنڍن جي پيداوار آهن. ڍنڍن جي پيدائش ۾ ڪُم، ڪُوٽيون، ٻهہ، ٻيڻ، ٻَن، پابوڙا ۽ لوڙهہ وغيره ٿيندا آهن، پر انهن ۾ ٻهہ ۽ پابوڙا مشهور آهن، جن کي سنڌ جي شاعرن بہ ڳايو آهي. هن فصل جي پيداوار ۾ اتر سنڌ جون ڍنڍون ۽ لاڙ ۾ ڪينجهر، سونهري ۽ هاليجي ڍنڍون مشهور آهن. سچي لاڙ ۾



ساريالي فصل جي بيٺل پاڻيءَ ۾ بہ اهي شيون پيدا ٿين ٿيون. ٻهہ اصل ۾ ٻيڻ جون پاڙون آهن، جيڪي ٻيڻ ول جي مند ختم ٿيڻ بعد ڍنڍن جي ترن مان ڳولي ڪڍبيون آهن. ٻهن ۾ 7 يا 9 سوراخ ۽ اُنهن ۾ وارن وانگر سنهڙا تاندورا ٿيندا آهن، جيڪي ٻهہ جي ڳر کي مضبوط ڪندا آهن. ٻهن جي ڀاجي لذيذ ۽ مزيدار ٿيندي آهي. اُهي جدا بہ رڌبا آهن تہ گوشت، مڇي، پالڪ ۽ ٻين ڀاجين سان گڏ بہ رڌبا آهن. ماموئي فقيرن جي بيتن ۾ بہ ٻهہ جو ذڪر ٿيل آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهہ، مڇي ۽ لوڙهہ، سمي ويندا سوڪڙي.

هيءُ فصل دادوءَ ضلعي جي ميهڙ تعلقي ۾ وڏي پيماني تي پوکيو ويجي ٿو هڪ ’پاپوڙي‘ ۾ ڇهن کان اٺ پيٽيون ٿينديون آهن، جيڪي دراصل ٻيڻ جو ٻج آهن. ٻج جو ٻاهريون تہ تمام گهڻو سخت هوندو آهي، ان کي پوکڻ کان اڳ پٿر يا لوهہ جي سيخ سان ڏڪ هڻي پچڻ گهرجي. تيار ٿيل زمين ۾ نهري پاڻي ڏيئي ٻج کي ڏيڍ کان ٻن فوٽن جي مفاصلي تي قطارن ۾ پوکڻ گهرجي. ٻج کي پوکڻ مهل زمين ۾ اندر ٿورو زور ڏجي تہ جيئن ٻج ٻاهر نہ نڪري. ٻهن جون ٻہ جنسون عام طور تي پوکيون وڃن ٿيون: هڪ جنس جا پن ويڪرا ۽ گل وڏا ٿيندا آهن، ٻيءَ جنس جا پن پهرينءَ جنس جي پنن کان سوڙها ٿين ٿا. ويڪرن پنن واري جنس بهتر ٿيندي آهي. حڪيمن موجب طبي لحاظ کان هي وائي باديءَ کي وڃائين ٿا. پيشاب جاري ڪن ٿا؛ معدي ۽ آندن جي رطوبت کي خشڪ ڪن ٿا. بدن کي ٿلهو ڪن ٿا، مثاني جا ڦٽ چٽائين ٿا، رت جي دستن کي بند ڪن ٿا ۽ ائين ۽ وبائي بيمارين ۾ ٻهہَ جو پاڻي فائدو ڪري ٿو هن وقت اسان وٽ جيڪي ٻهن جا قسم آهن، انهن ۾ هڪ پنجاب جو ٻهہ ۽ ٻيو سنڌ جو ٻهہ آهي. پنجاب جي ٻهہ جي اها خصوصيت آهي تہ هيءُ ٻيڻ جي ٽڪي گهڻي انداز ۾ ڏئي ٿو جنهن ڪري هن قسم جو ٻج ٻهہ گهٽ پر ٽڪيون گهڻيون ڏئي ٿو جڏهن تہ سنڌي ٻهہ جو ٻج، ٽڪيون گهٽ ۽ ٻهہ وڌيڪ ڏئي ٿو ڪائڻ ۾ سنڌي ٻهہ تمام سٺو ۽ بهترين ڳارو آهي.

**ٻهہُ**: ڳاهيل ڪڻڪ جا تيلا، جيڪي مال جي چاري ۽ ڳاري وغيره ۾ ڪم اچن. شڪل ٻهہ ۾ ڪڻڪ جي اناج جو قدري ساءُ ٿيندو آهي، جيڪو چوپائي مال کي وڻندو آهي، تنهن ڪري مال جي چاري لاءِ پاڳيا ٻهہ کي سنڀالي رکندا آهن. ٻهہ جي ڍڳ کي لِنبي ڇڏيندا يا پاندا پري رکندا آهن. پراٽو ٻهہ، يعني ٻن ٽن سالن جو رکيل ٻهہ يا ڪنو ٿيل ٻهہ وري پٽين ۽ چٽين جي لِنبَ، چنيَ ۽ راڳتي ۾ ڪم ايندو آهي. ٻهہ وجهڻ سان گارو وَڪَ ڪندو ۽ راڳي کي مضبوط ڪندو آهي. حڪيمن چواڻي طبي لحاظ سان پراٽو ٻهہ ڪوسو ڪري سورَ ۽ سوڄ تي ٽاڪور ڪبي آهي. سنڌن جي سُور ۽ مقعد جي بيمارين لاءِ ٻهہ کي پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي، بيمار کي انهيءَ پاڻيءَ ۾ ويهارجي ۽ پاشويو ڪرائجي تہ فائدو ٿيندو.

**ٻهاجي**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ ’ٻهاجي‘، ’وليو باگراڻي‘، ’عبدالصمد ڪيريو‘، ’ٻڍو وساڻ‘، ’هاشم خاصخيلي‘، ’محمد علي باگراڻي‘، گل حسن باگراڻي‘، ’حاجي الهہ جڙيو سنجراڻي‘، ’لعل خان باگراڻي‘، ’حاجي خان ٽالپر‘، ’محمد سهتو‘، ’حاجي گلو باگراڻي‘، ’مرحوم رند‘ ۽ ’جمعو لاشاري‘ شامل آهن.

**ٻهادران اسلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 56 صفحا ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، اسلاميہ دارالاشاعت، ميرپورخاص مان ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو بہ اسلاميہ دارالاشاعت ميرپورخاص مان ڇپيو، جنهن ۾ 138 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي.

**ٻهادر پينرون** (ڪتاب): هيءُ حر تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ ٻهادر پينرن بابت لکيل ڪتاب آهي. ڪتاب جو مصنف ملهار فقير خاصخيلي آهي. ڪرائون سائيز وارو هيءُ ڪتاب ڪچي جلد سان آهي ۽ 32 صفحا اٿس. ڪتاب جي قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو لطيف پرنٽنگ پريس، نوابشاهہ مان 1961ع ۾ ڇپيو.

**بهادر ٽوڙي** (راڳڻي): ٽوڙي ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. هن راڳڻيءَ کي صرف مندر ۽ مڌ استان جي سُرن ۾ ڳائڻ گهرجي. لئي بلمپت ۾ راڳ نکري بيهي ٿو مڌم ۽ رکب جي سنگت رهي ٿي. هي راڳڻي بخشو نائڪ جي ايجاد آهي، جڏهن هو سلطان بهادر گجراتيءَ جي دربار ۾ ملازم هو سلطان بهادر جي نالي پويان هن راڳڻيءَ جو نالو رکيو ويو آهي.

هن راڳڻي جي آروهي: ڌا پا ڌا ني سا- را ڳا- مي پا- ڌاني- سَا ۽ امروهي: سا ني ڌا - مي ڳا را سا آهي، جڏهن ته وادي سُر ڌيوت (مندر اسٿان) ۽ سموادي سُرگنڌار (مڌ اسٿان) آهي.

**بهادرپور**: هن نالي سان جيڪب آباد ۽ دادوءَ ضلعن ۾ جدا جدا به ديهون ۽ تعلقي ٺل ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي. ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل واري ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'بهادرپور'، 'بخشڻ ٽانوري'، 'ڏاتار ڏنو مهر'، 'سنجر حاجاڻو'، 'حافظ گل محمد گبول'، 'شاهه بخش گبول'، 'نورو گولو'، 'شنبو بروهي' ۽ 'عبدالنبي کوسو'. ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه واري ديهه ۾ 'بهادرپور'، 'مٺي چانديي' ۽ 'ميوي خان چانديي' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**بهادرخان ازبڪ**: اصل نالو عبدالنبي ۽ تعلق تُوران جي بزرگن سان هئس. عبدالمؤمن خان جي دؤر ۾ ترقي ڪري "مشهد" جو حاڪم مقرر ٿيو ان جي قتل کان پوءِ، جيتوڻيڪ باقي خان کيس گهٽيون ڏي دلداريون ڏنيون، پر ڪعبي وڃڻ جو بهانو ڪري هندستان ويو ۽ اڪبر بادشاهه جو ملازم مقرر ٿيو. کيس منصب سان گڏ جڙادار خنجر به عطا ڪيو ويو. مرزا غازيءَ جي وفات کان پوءِ کيس قنڌار جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. 1029ع ۾ اکين جي روشني گهٽ هجڻ جو عذر ڪري، عهدي تان استعيفيٰ ڏنائين.

**بهادر خان ڏاهري**: ڊاڪٽر بهادر خان ڏاهري ولد رضا محمد خان ڏاهري دولتپور ۾ ڄائو حيدرآباد مان ايم. بي. بي. ايس ۽ ايل. ايل. بي ڪيائين. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. 1993ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي ايم پي اي چونڊيو. 2002ع ۽ دولتپور واري تڪ مان 2008ع ۾ مسلم ليگ ق جي ٽڪيٽ تي چونڊن ۾ حصو ورتائين، پر ڪاميابي ماڻي نه سگهيو سندس والد رضا محمد ڏاهري به ترجي بااثر شخصيت ۽ سياستدان آهي.

**بهادرخان ڪوڪر**: هيءُ مير مراد علي خان، واليءِ خيرپور وٽ وڏو بلوچي سردار هو. هڪڙي پيري گهٽي شراب پيئڻ ڪري، ميرصاحب موقوف ڪري ڇڏيس. انهن ڏينهن ۾ شراب بلڪل ڪم نه ايندو هو دوا ۾ به نه وجهندا هئا. هيءُ بلوچ ميرصاحبن جي طرفان گهٽين جنگين ۾ وڙهيو ۽ وڏو بهادر هو.

**بهادر شاهه ظفر**: هندستان جو آخري مغل تاجدار بهادرشاهه ظفر 24 آڪٽوبر 1775ع تي قلعه معليٰ دهليءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس پورو نالو ابوالمظفر سراج الدين محمد بهادر شاهه غازي هو. 'ظفر' سندس شاعراڻو تخلص هو. هيءُ اڪبر شاهه ثاني جو فرزند هو پيءُ جي وفات کان پوءِ 62 سالن جي عمر ۾ 1837ع ڌاري تخت نشين ٿيو هيءُ اهو زمانو هو جڏهن انگريز هندستان ۾ پنهنجا قدم مضبوطيءَ سان ڄمائي رهيا هئا. خود مغل بادشاهه به انگريزن جا پينشن بردار هئا ۽ کين



پنهنجي وليعهد نامزد ڪرڻ جو به اختيار نه هو اُن ڪري، بهادرشاهه ظفر به جڏهن بادشاهه بڻيو ته اُن کي به ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ طرفان سوا لک رپيا پينشن ملڻ لڳي ۽ سندس اقتدار رڳو لال قلعي جي چوڏيواريءَ تائين محدود رهيو بهادر شاهه ظفر موسيقيءَ ۽ فنون لطيفه جو شائق هو کيس شاعريءَ جو شوق وليعهديءَ واري زماني کان هو دهليءَ جا مشهور شاعر سندس دربار سان وابسته هئا. سندس ڪلام ۾ سلاست ۽ محاورن جي بندش تمام سٺي آهي. هو سٺي شاعر هئڻ سان گڏ ماهر خوش نويس به هو. سندس تصنيفن ۾ شاعريءَ جا چار ديوان ۽ 'شرح گلستان سعدي' ۽ هڪ رسالو 'سراج المعرفة' شامل آهن.

1857ع ۾ جڏهن آزاديءَ جي جنگ جي شروعات ٿي ته بهادرشاهه ظفر آزادي پسند تحريڪن جو مرڪز بڻجي ويو ۽ انقلابين کيس سڄي هندستان جو بادشاهه تسليم ڪري ورتو پر ڪيترين ئي ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جي ڪري، هيءَ جنگ جلد ئي ناڪام ٿي وئي. جنگ جي خاتمي تي 21 سيپٽمبر 1857ع تي کيس گرفتار ڪري، 7 آڪٽوبر 1858ع تي رنگون ۾ جلاوطن ڪيو ويو جتي هن جلاوطنيءَ جي حالت ۾ 27 نومبر 1862ع تي وفات ڪئي ۽ وطن جي ڌرتيءَ کان دور اتي ئي دفن ٿيو. سندس غزل جون هيٺيون سٽون ڪيڏيون نه مٽس صادر اچن ٿيون:

کتنا ہے بدنصیب ظفر، دفن کے لئے،
دو گز زمین بھی نہ ملی کوئے یار میں۔

**بهادر شاهه ظفر**[2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب مقتديٰ حسن علوي جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ 276 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا، 8 آنا ڄاڻايل آهي. انوار بوڪ ڊيپو ڪراچيءَ، هيءُ ڪتاب ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ مان 1960ع ۾ شايع ڪيو.

**بهادر عورت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. ڊيمي سائيزا واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو هيو. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1958ع ۾ ڇپايو.

**بهادر مسلمان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 14 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، حيدرآباد مان 1947ع ۾ ڇپيو.

**بهادريو**: ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ فقط هڪڙو ڳوٺ "بهادريو" آباد آهي.

**بَهارُ**: هڪ رُت، جيڪا سياري کان پوءِ اچي ٿي. هن مند ۾ گُل ڦل ۽ وڻ ٽڻ ڦولارجن ٿا. عام طرح ڦڳڻ، چيٽ ۽ ويساک واري ٽماهيءَ ۾، تقريباً 15 فيبروري کان 15 اپريل وارو عرصو بسنت جي من جو آهي.

**بَهارُ**[2]: هڪ راڳ، جو نالو پڻ "بهار" آهي. هيءُ ڪافي ٺاٺ جو ڪاڊو راڳ آهي، جيڪو امير خسروءَ ڏانهن منسوب آهي. اِن جي آروهيءَ ۾ رکب نٿو لڳي ۽ امروهيءَ ۾ ڌيوت ڇڏي ڏيندا آهن. اِن جو وادي سر کرج آهي ۽ مڌم سُر سموادي. منجهس ڌيوت ۽ مڌم جي سنگت رهندي آهي. ان راڳ جو مزاج اهڙو لچڪدار آهي، جو ان کي بين راڳن سان ملائي 'بهار' جون ڪيترين ئي

شڪليون ناهيون ويون آهن. جيئن تہ مالڪوس بهار، ڀاڳيشري بهار وغيره. ”بهار“ راڳ بسنت رُت ۾ ڳائبو آهي.

**بهارِ اخلاق** (ڪتاب): بهارِ اخلاق رسالو 1906ع ۾ علامہ اسدالله شاهہ ”فدا“ ٽکڙ مان جاري ڪيو. هن رسالي جو ايڊيٽر محمد هاشم ”مخلص“ هو. بهارِ اخلاق ۾ ان وقت جا مشهور اديب ۽ ناميارا شاعر پنهنجا پنهنجا مضمون ۽ شاعر غزل شايع ڪرائيندا هئا. هيءُ رسالو ماهوار شايع ٿيندو هو.

**بهارالبحر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڏيارام لوڪومل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت ڏيڍ آنو ڄاڻايل آهي. ڪتاب، سرسوتي پريس، حيدرآباد مان سال 1895ع ۾ ڇپيو.

**بَهار ٻيڙ:** ٻارهين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري پنهنجي دور جو مشهور عوامي شاعر هو. 257 سنڌي بيتن ۾ ”سيف الملوڪ“ جو قصو جوڙيائين. 1152- 1150هہ دؤران ميان غلام شاهہ جي دور ۾ بَهار ٻيڙ جيئرو هو. جنهن جو اهڃاڻ سرائڪيءَ ۾ سنڌس ڇپيل هڪ بيت جي باقي بچيل هينينءَ سٽ سان ملي ٿو.

”جو گلان وچون گل پيدا ٿيا، ڪجهہ ڪُليا هي ڪجهہ ڪُلسي“

(گلان منجهان گل پيدا ٿيو جيڪو ڪجهہ ڪُليو آهي ۽ اجا ڪجهہ وڌيڪ ڪُلندو). بهار ٻيڙ جي مٿئين شعر مان ظاهر آهي تہ هن شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو اثر قبوليو هو ۽ ممڪن آهي تہ هو شاهہ صاحب جو ننڍو معاصر هجي.

**بهارپور:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪنگريءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ پنج ڳوٺ آباد آهن.

**بهارپور**[2]: هن نالي سان تعلقي روهڙيءَ ۾ بہ هڪ ديهہ آهي. ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي ۽ ديهہ ”لاڙڪاڻي“ ۾ آباد آهي.

**بهار جو ديرو:** خيرپور پُراڻيءَ جي حد ۾ درياءَ تي هڪ پتڻ جو نالو.

**بهارستان** (ڪتاب): مولانا عبدالرحمان جاميءَ جو مشهور ڪتاب جيڪو ”گلستان سعديءَ“ جي انداز ۾ 1487ع ۾ لکيو ويو. ان کي ”روضة الاخيار“ ۽ ”تحفة الابرار“ بہ چون ٿا. هيءُ ڪتاب اوليائن، فلسفي ۽ مشاهيرن جي حڪايتن تي مشتمل آهي. ”تحفة الابرار“ جو سنڌي ۾ منظوم ترجمو مرزا قليچ بيگ ڪيو هو، جيڪو 1927ع ۾ شايع ٿيو.

**بهارستان**[2] (ڪتاب): ساڳئي نالي سان ٻيو ڪتاب ڪشنچند ”بيوس“ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 24 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀيريون، سنڌ ايڊيوڪيشنل پبليشنگ هائوس، نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ ڇپيو.

**بهارستان**[3] (ڪتاب): هي ڪتاب آغا تاج محمد خان جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 118 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو. هن جو ٻيو ڇاپو سال 1953ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1955ع ۾ ڇپيو.

**بهارستان جتوئي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي غلام رسول جتوئيءَ جو مرتب ڪيل آهي، جنهن ۾ مولود ۽ مذهبي شاعري آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا ڏنل آهن. اشاعت جو سال ۽ پريس، جو نالو ڄاڻايل ڪونهي.

**بهار علي ”بهار“:** جيڪب آباد جو مشهور سگهڙ بهار علي ”بهار“ ٻرڙو ولد وزيراحمد ٻرڙو، 3 فيبروري 1965ع تي ڳوٺ ميرپور ٻرڙي، تعلقي ٺل ۾ جائو زميندار گهراڻي سان سندس تعلق آهي. مئٽرڪ تائين تعليم ورتائين. سندس تخلص ”بهار“ آهي. سُگهڙپائيءَ جي سيني صنفن ۾ مهارت اٿس. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ”سينگار شاعريءَ“ ۾ سندس شاعري ۽ ذڪر شامل آهي. سنڌ سگهڙ سالڪ ويلفيئر ائسوسيئيشن جو مرڪزي صدر پڻ رهيو آهي. سنڌ جي ڪيترن ئي رسالن ۾ سندس ڪلام ڇپجندو رهي ٿو. هارس ائنڊ ڪئٽل شو جيڪب آباد جي موقعي تي سگهڙپائيءَ جي خدمت عيوض ڪيس ميجتا جو سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو.

**بِهار ڪالوني:** هيءَ ڪالوني ڪراچي شهر جو هڪ محلو آهي. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت جي صوبي بهار ۾ فسادن منهن ڪڍيو هو. تڏهن اُهي لڏي پاڪستان ۾ آيا ۽ ڪراچيءَ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائون. ڪراچيءَ جي جنهن علائقي ۾ اُهي آباد ٿيا، تنهن کي ”بِهار ڪالوني“ سڏيو ويو.

**بِهار ڪالوني**[2]: هن نالي سان تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ديهہ ”سون وَلهار“ ۾ بہ هڪڙو ڳوٺ آباد آهي.

**بهار ڪلام عرف بهار اخلاق** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فتح محمد سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ سندس شاعري آهي. هن جي شاعريءَ ۾ حب الوطني ۽ اخلاقيات جا قدر موجود آهن. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 59 صفحا ۽ قيمت 10 آنا آهي. ڇاپو پهريون، روزانہ ”صحيفہ اصلاح“، ڪراچي پريس سال 1938ع ۾ شايع ڪيو.

**بهار لطيف** (ڪتاب): لطيفيات جي موضوع تي لکيل هڪ ڪتاب جنهن جو مصنف قاضي عبدالحئي ”سليم“ هالائي آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 71 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1949ع ۾ هالا مان شايع ٿيو.

**بَهارو ديرو:** ضلعي خيرپور جي گمبٽ تعلقي ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’اميربخش سروهي‘، ’گوپانگ‘، ’علي محمد‘، ’ڪنڊڙي‘، ’گهنور‘ ۽ بهارو‘.

**بهارو ڪَڇو:** ضلعي خيرپور ۾ گمبٽ تعلقي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪل چار ڳوٺ آباد آهن.

**بهارو ڪوڪر:** جيڪب آباد ضلعي جي تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ ’چٽل شاهہ‘، ’بخشل ڪٿوهڙ‘ ۽ ’علي نواز ڪوڪر‘ ڳوٺ آباد آهن.

**بهاري لعل ڇاٻڙيا:** بهاري لعل ڇاٻڙيا سنڌي ٻوليءَ جو مڃيل اديب ۽ ترجمي نگار ٿي گذريو آهي. هن 1923ع ۾ جنم ورتو سندس ”منشي پريم چند“ سميت، ڪيترن ئي موضوعن تي بهترين مضمون لکيل آهن. سندس ”منشي پريم چند“ مضمون، هندستان ۾ سنڌي ڇهين ڪلاس جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. بهاري لعل ڇاٻڙيا، ورهاڱي کان اڳ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي اوائلي جوڙجڪ ۾ نہ رڳو شامل هو، پر شيخ اياز سان گڏ سنگت جو جوائنٽ سيڪريٽري بہ رهيو آهي.

**ڀاڳڙا** (راڳڻي): هي راڳڻي بلاول ٺاٺ مان آهي. هن کي ڀاڳ جو قسم سمجهڻ گهرجي. هن جي ڳائڻ جا اصول آهن تہ ڀاڳ ۾ نڪاد ڪومل هٽبو تہ هن راڳڻيءَ جي صورت ٺهندي. ٻيو تہ ڀاڳ ۾ ٻئي مڌم هٽبا تہ ڀاڳڙا جي صورت ٺهندي. اها ئي صورت ڀاڳ ۽ ڀاڳڙا ۾ فرق بہ پيدا ڪري ٿي. وادي سُر گا سموادي سرني.

هن راڳڻي جي آروهي: ني سا گي ما پا ا ني سا ۽ امروهي: سَا ني ڌي پا- نا دي پا مي ما گي ري سا آهي. ڳائڻ جو وقت: رات جو ٻيو پهر آهي.

**ڀهاڳ** (راڳڻي): بلاول ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. گنڌار سُر وادي اٿس.

آروهي ۾ رکب ۽ ڌيوت سر ورجه آهن. ڀهاڳ جا آروهي ۾ پنج سُر ٿيندا. امروهي سمپورن آهي. هن راڳڻيءَ ۾ جيڪڏهن رکب ۽ ڌيوت سرن تي زور ڏنو وڃي ته بلاول کان ڪي قدر عليحدگي اختيار ڪري بيهندي: ان لاءِ سلا گويا اهي سر دربل رکندا آهن. ڀهاڳ ۾ نکاد سُر تي بيهڻ ۽ چٽو ڪري ڏيکارڻ سلو لڳندو آهي.هن ۾ تيور مڌم نه هئڻ گهرجي.

هن راڳڻي جي آروهي: ني سا گي ما پا ني سَا ۽ امروهي: سا ني ڌي پا گي ما گي ري سا آهي. ۽ ڳائڻ جو وقت رات جو آهي.

(نوٽ: راڳ ساگر ۾ آروهي ساڳي آهي ۽ امروهي: سا ني. ڌي پا. ما گي ري سَا ڄاڻايل آهي.)

**ٻهاوَلپُور:** پنجاب صوبي جي اڳوڻي اڪيلي رياست، جنهن جون سرحدون ستلج درياءَ، پنجند ۽ سنڌ سان گڏيل آهن. هن جي ايرندي ۾ بيڪانير ۽ جيسلمير جون اڳوڻيون رياستون آهن. بهاولپور تي عباسي خاندان گهڻي وقت تائين حڪمران رهيو. سنڌ تي ڪلهوڙن جو هڪ گهراڻو 1782ع تائين حڪمران رهيو. عباسي خاندان انهيءَ گهراڻي جي هڪڙي شاخ هئي، اها شاخ بهاولپور جي حڪمران هئي. سال 1955ع ۾ سر صادق محمد خان عباسي مرحوم جي رضامنديءَ سان بهاولپور رياست مغربي پاڪستان سان شامل



ڪئي وئي ۽ حڪمرانن جا سڀ اعزاز بحال رهيا، سنڌن حڪومت واري زماني ۾ رياست ۾ نهرن جو جار وڇايو ويو جنهن ڪري زرعي ايراضيءَ ۾ گهڻو واڌارو آيو ۽ آبادي وڌي وئي. ڪڻڪ، چانور، ٻاجهري، ڪمند ۽ ڪپهه، رياست جي زرعي آباديءَ جون خاص جنسون هيون. صنعتن ۾ ڪپڙو، ڪپهه ٽاٽڻ، چانورن جي ڇَڙ، تيل ۽ صابڻ سازي وغيره ۽ دستڪاريءَ ۾ ٿانوَ پرت جو ڪم، مٽيءَ جا ٿانوَ ميون ۾ کجور ۽ انب خاص طرح قابل ذڪر آهن.

شهر بهاولپور پنجاب جي سابق رياست بهاولپور جو مرڪزي شهر آهي. اڳي هن جُوءِ کي "جهوڪ رانجهڻ" جي نالي سان سڏيندا هئا؛ پر پوءِ پهرئين نواب بهاول خان عباسيءَ هيءَ زمين خريد ڪري، هتي نئون شهر اڏايو اهڙيءَ طرح هن شهر جو بنياد 1161ھ/ 1748ع ۾ رکيو ويو هن ايراضيءَ ۾ واري تمام گهڻي هئي. تنهنڪري ماڻهو هتي رهڻ پسند نه ڪندا هئا، پر نواب بهاول خان هرحالت ۾ هن شهر کي آباد ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو هن پهرئين بازار اڏائي ۽ بازار جي ٻنهي پاسن دڪان اڏائي سِرن سان بند ڪرائي ڇڏيا، انهيءَ لاءِ ته جيڪي ماڻهو آباد ٿيڻ لاءِ اچن، تن کي دڪان کولائي ڏجن، جيئن ڪين ٺهيل گهر ۽ دڪان ملي وڃن. 1223ھ/ 1808ع ۾ انگريز سياح هن شهر بابت لکيو ته "شهر بهاولپور چئن پنجن ميلن جي گهيري ۾ آباد آهي. پڪ سرين جايون اٿس. آسپاس انبن ۽ ميوات جا 35 باغ اٿس". 1827ع ۾ ٻيو هڪ



سياح آيو، تنهن لکيو ته "بهاولپور شهر گهاگهرا (ستلج) درياهه کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي. شهر ٽن چورس ميلن ۾ گهيريل آهي، جنهن جا ست دروازا آهن: (1) شڪارپوري دروازو، (2) ٻوهڙ دروازو (3) ملتاني دروازو، (4) بيڪانيري دروازو، (5) احمد پوري دروازو ۽ (6) ڏيراوري دروازو ۽ (7) موري دروازو. اهي دروازا پڪا ٺهيل آهن. البت بيڪانيري دروازو ڪجهه ڪچو ٺهيل آهي. انهن دروازو پڻ هاڻي ڊاهيو ويو آهي، جنهن جو نالو "فريد گيٽ" رکيو ويو آهي. بهاولپور شهر جي بازارن مان مشهور قديم بازارون آهن: فتح خان بازار، مڇي بازار، گري گنج بازار، صادق گنج بازار، احمد پوري بازار، پانيٽان بازار، جنهن جو نئون نالو شاهي بازار رکيو ويو آهي. قديم شهر جي چوُنڪ ۾ مرڪزي هنڌ تي امير بهاول خان عباسي ٻئي، 1191ھ/ 1777ع ۾، جامع مسجد اڏائي، جيڪا سيني مسجدن ۾ پراڻي آهي، جنهن کي نواب صادق محمد خان عباسي چهين، نئين سر تعمير ڪرايو ۽ ان جو نالو 'جامع الصادق' رکيو ويو. قديم شهر ۾ ڳوڏي مل جي سراءِ، لال جي سراءِ ۽ مسافرخانو 1875ع ۾ ٺهيا. ميونسپل ڪميٽيءَ جي آفيس 1874ع ۾ ۽ ستلج درياهه تي ريلوي پل 1878ع ۾ ٺهي تيار ٿي. هيءُ شهر ستلج جي ڪاٻي ڪناري تي پشاور ڪراچي ريلوي لائين تي واقع آهي. اڄڪلهه بهاولپور شهر ڪافي ترقي ڪري ويو آهي. ماڊل ٽائون، سيٽلائيٽ ٽائون ۽ ڪيترين ئي نيون ڪالونيون تعمير ٿي ويون اٿس. 'نورمحل'، 'گلزار محل' ۽ 'دولت خانه' هتي جون قديم عمارتون آهن. ريلوي اسٽيشن، يونيورسٽي، تعليمي بورڊ، ميڊيڪل ڪاليج، صادق پبلڪ اسڪول، ميوزيم، جانورن جو باغ، اسٽيڊيم ۽ ريڊيو اسٽيشن جو وجود شهر ۾ ترقيءَ جي شاهراهه جو ثبوت آهن. ان کان سواءِ هتي ڪيترين ئي اخبارون، رسالا، علمي ادبي انجمنون ادب جي ميدان ۾ سرگرم آهن. بهاول پور شهر ستلج درياهه جي ڪپ تي مين لائين تي لاهور کان 271 ميل ۽ ملتان کان 60 ميلن جي مفاصلي تي آهي. شهر جي آبادي پنجن لکن جي لڳ ڀڳ آهي. 1748ع ۾ نواب بهاول خان عباسيءَ هن شهر جو بنياد رکيو ۽ شهر جي چوڌاري ڪوٽ ڏياريو هن ڊويزن ۾ ٽي ضلعا 'بهاولپور'، 'بهاول نگر' ۽ 'رحيم يارخان' آهن. ضلعو بهاولپور ٽن تعلقن 'احمدپور شرقيه'، 'بهاولپور' ۽ 'حاصل پور' تعلقن تي مشتمل آهي.

**بهاولپور**[2]: ساڳئي نالي سان تعلقي جوهيءَ، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'بهاولپور'، 'ڪنڊياري'، 'عرس فقير لغاري'، 'جان محمد'، 'الهڏنو شيخ'، 'مريد ٻير' 'عارباڻي شيخ'، 'سهراب شيخ'، 'نبي بخش جمالي'، 'ماڇين جو ڳوٺ'، 'ابراهيم مهاڻو'، 'بصر پنهور' ۽ 'خيالي جو ڳوٺ'.

**ڀھاولپور جي نوابن ۽ ٽالپر اميرن جون جنگيون:** ڀهرين رجب 1224ھ/ 1809ع تي نواب محمد ڀهاول خان، واليءِ ڀهاولپور انتقال ڪيو ۽ نواب صادق محمد خان ثاني تخت نشين ٿيو. محمد ڀهاول خان جي زماني ۾ ٽالپر حڪومت ۽ ڀهاولپور جا تعلقات نهايت مستحڪم ۽ خوشگوار هئا. انهيءَ حد تائين جو ڏڪئي وقت ۾ هڪٻئي سان هميشه همدردي ڪندا رهندا هئا. تيمور بادشاهه جڏهن ملا خان کي ڀهاولپور جي ڦرلٽ لاءِ موڪليو ان وقت مير فتح علي خان فوراً نواب ڏي همدردانه خط لکيو ۽ مدد جي آڇ ڪئي. نواب صاحب، ميرصاحب ڏانهن شڪريي جو خط لکي موڪليو. نواب صادق محمد خان جي دؤر ۾ اوچتو سندن لاڳاپن ۾ ڪشيدگي پيدا ٿي پئي. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ته اُچ جي هڪ آبرودار سيد ذوالفقار شاهه کي نواب صادق محمد خان تڪليف پهچائي، جنهنڪري هو اتان ڀڄي ميرن وٽ آيو. ميرن سفارشي خط نواب ڏانهن موڪليو پر خط جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو ۽ الٽو سيد کي وڌيڪ تڪليف ڏني وئي. ٽالپرن ڪاوڙ مان محمد طاهر خدمتگار کي لشڪر ڏيئي ڀهاولپور موڪليو جنهن رياست جا ڪيترا ڳوٺ وڃي هٿ ڪيا. نواب مجبور ٿي ساڻس صلح ڪيو ۽ سيد کي به سندس جاگيرون واپس ڏيئي راضي ڪيو ۽ ٽالپرن ڏانهن پنهنجو پٽ رحيم يار خان بطور يرغمال موڪلي ڏنائين ۽ سبزل ڪوٽ جو قلعو به جنگ جي تاوان ۾ ڏنائين. ٻيءَ جنگ جا اسباب "صادق التواريخ" ۾ هيٺينءَ ريت درج آهي:

شهزادو رحيم يارخان 22 مرحوم 1225ھ/ 1810ع ۾ سنڌ مان موڪلائي، پنهنجي رياست ۾ وڃي پهتو. ڀهاولپور جي سرحدي محافظن، ڪجهه عرصي بعد، مير سهراب خان سان مخفي طرح تعلق پيدا ڪيو. پنهنجي نواب سان هنن جي شڪررنجي ٿي. ميرصاحب کي هنن آڇ ڪئي ته جيڪڏهن هو ڪين معقول صلو ڏيندو ته هو ڀهاولپور جي سرحدي علائقن تي سندس قبضو ڪرائي ڇڏيندا. نصير خان گورگيج جيڪو رياست جو نه فقط وزير اعليٰ ۽ سپهه سالار هو بلڪ نواب جو به لاڏلو امير هو سو به نواب کان ناخوش ٿي پيو هن به صالح افغان ذريعي مير سهراب خان ڏانهن خفيه خط موڪليو جنهن ۾ ڀهاولپور تي حملي ڪرڻ جي آڇ ڪيل هئي. مير گورگيج هڪ طرف مير صاحب ڏانهن خط لکيو ٻئي طرف پنهنجي رازدار دوستن جهڙوڪ فتح محمد غوري، احمد خان افغان، غلام قادر ۽ ڏماد سنگهه کي، جيڪي رياست ۾ وڏن وڏن عهدن تي هئا، گهرائي ڪين سمجهايو ته جڏهن ٽالپرن جو لشڪر سرحد تي پهچي، ان وقت هو پاڻ ته ڀار ڀڄا وٺي فوراً سنڌ ڏانهن هليو ويندو، پنيان اهي امير، ملڪ ۾ انتشار پيدا ڪري، نواب کي تخت تان لاهي، صاحبزادي رحيم يار خان کي مسند نشين ڪري ڇڏين. ٽالپرن اهڙي موقعي کي غنيمت ڄاڻي، پنهنجو لشڪر موڪلي ڏنو. مير مبارڪ ۽ سيد گولو شاهه خيرپوري، لشڪر جا مهندار هئا ۽ نواب ولي محمد خان ۽ مير هالو خان ٽالپر حيدرآبادي لشڪر جا سردار هئا. ٻئي لشڪر پيشقدمي ڪندي صادق آباد تائين پهچي ويا. نصير خان طرفان رياستي لشڪر کي حڪم مليل هو ته هو ڪٿي به ٽالپري لشڪر سان مزاحمت نه ڪري، جنهنڪري نهايت آرام ۽ اطمينان سان سنڌ جي لشڪر صادق آباد تائين قبضو ڪري ورتو.

نواب صاحب، فتح محمد غوري ۽ محمد يعقوب بخشيءَ کي فوج ڏيئي مقابلي لاءِ موڪليو. مير گورگيج جي سازش کان نواب قدري واقف ٿي چڪو هو جنهنڪري هن کي پاڻ وٽ روڪي ويهاري ڇڏيائين. نواب نيڪدل هو سو گورگيج هيئنانهيون مٺانهيون ڏيکاري آخر موڪل ورتي ۽ درٻار مان نڪري اچي لشڪر سان مليو ۽ پنهنجي ڀاءُ گل محمد کي ٽالپري لشڪر ۾ موڪلي ڪين چورايائين ته هو هيڙين جي ذريعي مٺان مٺان احمد پور شرقيه پهچي وڃن، تنهن تي ميرن پنهنجي خيرانديش جي مشوري مطابق احمد پور جو رُخ رکيو. فتح محمد غوري نواب جو لشڪر وٺي احمد پور روانو ٿيو. نواب جڏهن احمد پور ڏانهن دشمن جي اچڻ جي خبر ٻڌي، تڏهن پاڻ وڃي دراوڙ جي قلعي ۾ ويهي رهيو. نصير خان ٽالپري لشڪر ڏانهن نياپو موڪليو ته ميدان صاف آهي، تنهنڪري بنا هٻڪ جي اُچ کان ٿيندا، رضامحمد موساڻ جي ڳوٺ ۾ پهچي وڃو انهيءَ ڪري ميرن جي لشڪر اتي پهچي، مورچي بندي شروع ڪري ڏني. نصير خان، ڏيکاءُ خاطر لڙائي جي تياري ڪئي ۽ ٽن ڏينهن تائين معمولي طرح مقابلو به ڪندو رهيو ليڪن اندر ئي اندر هن هر طرح ٽالپري لشڪر کي تقويت پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. تان جو مير مبارڪ جا دستا مشرقي علائقي ۾ قائم پور تائين پهچي ويا. انهيءَ موقعي تي نصير خان ٻارن ٻچن کي سنڌ موڪلي ڇڏيو ۽ پاڻ به ڀڄڻ جي موقعي جو منتظر رهيو. جڏهن ٽالپري لشڪر جو گهڻي ڀاڱي رياست تي قبضو ٿي ويو تڏهن نواب ششدر ٿيو. نصير خان گورگيج ڏانهن نياپو موڪليائين ته هاڻي سواءِ پيش پوڻ، آڻ مڃڻ ۽ صلح صفائي ڪرڻ جي ٻيو ڪو چارو ڪونه آهي. صلح جي حالت ۾ وري به صاحبزادي رحيم يار خان کي تاوان ۾ ڏيڻو پوندو. 12 محرم 1226ھ/ 1811ع ۾ صاحبزادو رحيم يارخان به ٻيهر سنڌ ڏانهن بطور يرغمالي، ڀهاولپور مان روانو ٿيو. مولوي شيرعلي ۽ مير حافظ گل محمد پرچان به ساڻس گڏ آيا.

مير مائل جي قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻن قلعن سان گڏ تاوان، جنگ جي خرچ جي صورت ۾ به ادا ڪيو ۽ ڪلام پاڪ وچ ۾ ڏيئي ڀهاولپور وارن آئيندي لاءِ پنهنجي روش متعلق اطمينان ڏياريو.

**ڀهاول خان انڙ:** ڀهاول خان انڙ، لاڙڪاڻي ضلعي جي اهم سماجي شخصيت هئي. سندس والد جو نالو محمد عالم انڙ هو جيڪو بنيادي طور زميندار پيشي سان لاڳاپيل هو ڀهاول خان تاريخ 10 آگسٽ 1939ع تي پيدا ٿيو. تعلقي ڏوڪريءَ جي ڳوٺ "پراڻي آباد" ۾ ابتدائي تعليم پوري ڪيائين. جلد ئي پوءِ لاڙڪاڻي ۾ باضابط طور تي لڏي آيو ۽ اتي بي. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون ورتائين. خدمت خلق جو جذبو هئس، انهيءَ ڪري پنهنجي زميندارِي مشغلي سان گڏ، سماج سڌارڪ طور پاڻ کي رڌل رکيائين. سال 1983ع ۾ "سمات تنظيم" جو بنياد وڌائين. سندس خيال هو ته "سنڌ ڌرتي، اصل سنڌين جي ملڪيت آهي ۽ اهي ئي هن زمين جا حقيقي وارث آهن". انڙ خاندان جي هن فرد، تنظيم جي حوالي سان، سنڌين ۾ ثقافتي ۽ سماجي شعور جاڳايو. انهيءَ لحاظ کان سنڌ ۾ بار بار گشت ڪري، ڪافي ڪاميابي به ماڻيائين. نتيجي ۾ "سمات تنظيم" بلڪل غير سياسي پليٽفارم تان مثالي مچتا ماڻي. هن ٿٽي ۽ ڪينجهر ڪناري تي انهيءَ سلسلي ۾ سيمينار به ڪرايا. هن پنهنجي انهيءَ اٽل ارادي کي مستحڪم ۽ مستقيم رکي. هڙان ۽ وڙان وڏا خرچ ڪيا. سندس ڏينهن رات جي لوچ ۽ لوڙ، آخر ڪيس نِستو بڻائي ڇڏيو ۽ 26 جنوري 1998ع تي لاڙڪاڻي جي چانڊڪا اسپتال ۾ وفات ڪري ويو.

**ڀهاول خان عباسي:** هيءُ نواب صادق محمد خان عباسيءَ جو پٽ هو پنهنجي پيءُ جي شهادت کان پوءِ گاديءَ تي ويٺو سال 1159- 1163ھ/ 1746- 1749ع سندس حڪومت جو عرصو رهيو. سندس گاديءَ تي ويهڻ شرط جيسلمير جي راجا ڪانئس قلعو دراوڙ واپس وٺي ڇڏيو. جنهنڪري پاڻ موجوده ڀهاولپور شهر جو بنياد رکيائين. جيڪو پوءِ رياست ڀهاولپور جو مرڪزي شهر ۽ گاديءَ جو هنڌ بڻيو. نواب ڀهاول خان پنهنجي رياست کي سرسبز ۽ شاداب بڻائڻ لاءِ ڀهاول واهه (1162ھ/ 1748ع)، قائم واهه، قطب

واهه، خان واهه وغيره کوٽايا ۽ پنهنجي رياست کي آباد ڪيائين. انهيءَ دوران ڪئين شهر، جيئن تہ حاصل پور، قائم پور، شهباز پور، احمد پور لمہ، ٽنڊو علي مراد خان وغيره اڏايا. اُچ شريف جي سجاده نشين مخدوم حامد گنج بخش گيلانيءَ جي سفارش سان نواب حيات الله خان، اُچ ۽ ملتان جي حاڪم 1728ع ۾ موجوده الهه آباد وارو علائقو نواب بهاول خان کي بطور جاگير عطا ڪيو. ان کان پوءِ 1143هه/ 1730ع ۾ شهر فريد جو علائقو بہ نواب بهاول خان کي عطا ڪيو.

**بهاول خان عباسي**[2]: هن نالي سان هي ٻيو نواب بهاول خان عباسي آهي، جنهن نواب مبارڪ خان کان پوءِ 1224-1186هه/ 1809- 1772ع تائين بهاولپور رياست تي حڪمراني ڪئي. هن نواب جي زماني ۾ برصغير هندستان ۾ سياسي بدنظميءَ جو دور هو. پنجاب ۾ سِکن جي شورش هئي تہ رياست ۾ بهاولپور جي واليءَ خلاف افغانستان وارن کي پڙڪايو پئي ويو. آخر 1193هه/ 1779ع ۾ افغانستان، بهاولپور تي حملو ڪري، دراوڙ جو قلعو فتح ڪري ورتو. بعد ۾ صلح ٿيو ۽ تيمور شاهہ، مبارڪ خان کي يرغمال طور وٺي ويو. ان کان پوءِ نواب صاحب ڪيترائي غير علائقا فتح ڪري پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيا. پنهنجي رياست کي مضبوط ڪرڻ لاءِ "ونجهروٽ" جي قلعي جي مرمت ڪرائي، 1198هه/ 1784ع ۾ ڏاکڻي پاسي واري قلعي خانڳڙهہ کي تعمير ڪرايو ۽ اُچ جي مخدوم حامد گنج بخش کان قلعو "ٺٽي داران" بہ کسي ورتو.

سال 1200هه/ 1785ع ۾ تيمور شاهہ جي سردار، سنڌ ڏانهن ويندي ويندي بهاولپور شهر کي ظلم جو نشانو بنايو ۽ سڄو شهر ڍاهي پٽ ڪري ڇڏيو. ان بعد نواب صاحب حالتن جو جائزو وٺي، دائودپوٽن سان ناهہ ڪري آسپاس جي ٻين حاڪمن کان آهستي آهستي علائقا فتح ڪرڻ شروع ڪيا. مثال طور: سيت پور جي مخدومن کان سيت پور، خيرپور، علي پور ۽ سلطان شهر کسي ورتا؛ دراوڙ جو قلعو بہ کسي ورتو ۽ احمدپور شرقيہ کي بہ پنهنجي رياست ۾ ملائي ڇڏيائين. ديري غازي خان تي حملو ڪري، اتان جي دائودپوٽن کي آزاد ڪرايائين؛ تيمور شاهہ تي حملو ڪري نہ رڳو اول ۾ ڏنل شهزادن کي ڇڏايائين، پر هُن کان توپ بہ کسي ورتائين. 1221هه/ 1806ع ۾ ڳڙهي اختيار خان بہ ورتائين ۽ پوءِ "سبزل ڪوٽ" بہ فتح ڪيائين. انهن حالتن دوران 1223هه/ 1808ع ۾ جڏهن انگريزي فوج ڪابل ويندي بهاولپور وٽان لنگهي، تڏهن نواب صاحب مناسب سمجهيو تہ انگريزن سان اهڙو دوستاڻو تعلق رکجي، جيئن سکن ۽ راجپوتن جي شرارت کان بچي سگهجي. 1809ع ۾ وفات ڪئي.

**بهاول خان عباسي**[3]: هن نالي سان ٽيون نواب محمد بهاول خان، پنهنجي پيءُ نواب رحيم يارخان جي وفات کان پوءِ 1241هه/ 1825ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. هن سڀ کان پهرين سِکن سان سٺي سلوڪ طرف ڌيان ڏنو. سندن وچ ۾ تحفن جي ڏي وٺ ٿي، پر مهاراجہ رنجيت سنگهہ جي نيت ۾ فتور هو. ديري غازي خان جو علائقو سکن جي نواب هوران کي ٺيڪي تي ڏنل هو. ڪجهہ دير تي وٺي، ٺيڪي جي رقم ڪانہ ڀُڳي، تہ ناراض ٿي مهاراجا گهرس جي علائقي ۾ بهاولپور تي حملو ڪري وڌو ۽ ستلج جي پار واري علائقي تي زوريءَ قبضو ڪيو. مهاراجا رنجيت سنگهہ کان علاوه بيڪانير ۽ جيسلمير جي راجائن بہ عباسين جي مخالفت جاري رکي. افغانستان سان 1248هه/ 1833ع ۾ انگريزن جي لڙائي هلي رهي هئي ۽ انگريزن جون فوجون بهاولپور جي علائقي مان لنگهيون تہ نواب سندن هر طرف سان مدد ڪئي. انهن لاءِ روڊ تعمير ڪرايو ۽ ساڻن پنهنجا هڪ سؤ سپاهي گڏي موڪليا. انگريزن جي فتح ٿي تہ بهاولپور ۾ چراغان ڪيو ويو. انهيءَ موقعي جو فائدو وٺي، نواب صاحب، "سملي" ۾ برطانوي گورنر جنرل کي پيغام موڪليو تہ اسان کي رنجيت سنگهہ جي حملن کان بچايو وڃي. رياست تي چئني طرفن کان جيڪي حملا ٿي رهيا هئا، ان کان بچڻ جي خاطر هنن کي وڏيءَ طاقت جو پاسو جهلڻ ضروري ٿي ويو. تنهنڪري نواب مذڪور کي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي معرفت برطانوي حڪومت سان سياسي معاهدو ڪرڻو پيو اهو معاهدو 1248هه/ 22 فيبروري 1833ع تي اُچ شريف ۾ ڪيو ويو. هن معاهدي مطابق لارڊ وليئم بينٽڪ، رنجيت سنگهہ کي تنبيهہ ڪئي تہ ستلج درياهہ ٽپي رياست ڏانهن رُخ نہ ڪري. معاهدي کي برقرار رکڻ لاءِ هر دور ۾ ڪوششون ٿينديون رهيون. جيئن 1258هه/ 1842ع ۾ سر چارلس نيپيئر ڪوٽ سبزل ۽ ڀُنگ ڀال جا علائقا فتح ڪري نواب صاحب جي حوالي ڪيا. هن علائقي ۾ 1232هه/ 1817ع ۾ سنڌ جا حڪمران گهڙي آيا هئا. تنهنڪري بهاولپور ۾ انگريزن جي علائقن جي حدبنديءَ بابت هڪ ٻيو معاهدو 1282هه/ 1865ع ۾ ڪيو ويو. هڪ وقت اهو بہ آيو جو انگريزن کي سکن جي سردار ديوان مولراج سان 1246هه/ 1830ع ۾ جنگ ڪرڻي پئجي وئي. انهيءَ موقعي تي نواب مذڪور 23 هزار فوجي جوان موڪليا، جن جي مدد سان ملتان جو قلعو فتح ٿيو. لارڊ دلهوزي، نواب صاحب جي طرفان، هن فوجي مدد تي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ نواب صاحب کي مرڻ گهڙيءَ تائين هڪ لک روپيا ساليانو پينشن مقرر ڪرائي ڏني. ان کان سواءِ ملڪہ وڪٽوريا بہ نواب محمد بهاول خان کي "صادق دوست" جي خطاب سان نوازيو. 1265هه/ 1849ع ۾ رياست بهاولپور جي رياست بيڪانير جون مليل سرحدون هميشہ لاءِ مقرر ڪيون ويون.

رياست بهاولپور سان انگريزن جو تجارتي معاهدو بہ ٿيو. مثلاً ستلج درياهہ مان تجارتي مال لنگهڻ جو جيڪو محصول هو، اهو ختم ڪيو ويو ۽ بعد ۾ ٻيا بہ محصول گهٽايا ويا. هن معاهدي جي ڪري رياست بهاولپور جي دوستي، برطانوي حڪومت سان ڪافي مضبوط ٿي وئي. هن نواب جي عهد حڪومت ۾ رياست بهاولپور ۾ ترقي ۽ خوشحاليءَ جو دور شروع ٿيو. انتظامي حڪومتي معاملن ۾ هڪ نئين تازگي آئي. احمدپور شرقيہ ۾ ڪافي عمارتون تعمير ڪيون ويون ۽ پوءِ سندس ٽئي دور ۾ خاڪواڻي، سدوزئي، مليزئي، غوري ۽ ڪيئي ٻيا خاندان اچي رهيا. نواب محمد بهاول خان عباسي، ٽيون 1268هه/ 19 آڪٽوبر 1852ع تي بخار جي ڪري گذاري ويو.

**بهاول خان عباسي**[4]: هن نالي سان چوٿون نواب بهاول خان عباسي، سال 1275هه/ 1858ع ۾ رياست بهاولپور جي گاديءَ تي ويٺو. ان سان گڏ سازشن ۽ بغاوتن جو سلسلو شروع ٿي ويو؛ هنگامن جي ڪري امن و امان جي حالت ڪافي خراب ٿي وئي؛ انتظامي حالتون بہ ٺيڪ نہ هيون انهيءَ ڪري رياست ڪا خاص ترقي ڪانہ ڪري سگهي. ڪيس تخت تان لاهي، سندس چاچي کي تخت تي ويهارڻ لاءِ سازشون ڪيون ويون. هن سازش ۾ وزيراعظم سردار احمد خان سان پنهنجو هڪ پٽ بہ مليل هو. انهيءَ ڪري هن کي وزيراعظم جي عهدي تان هٽايو ويو پوءِ سردار احمد خان پنهنجي مائٽن، دوستن يارن سان ملي، احمدپور شرقيہ کان وٺي چني گوٺ، الهہ آباد، خان بيلہ ۽ ڪوٽ سبزل وغيره تائين بغاوت پکڙجي وئي. ڪافي مشڪل کان پوءِ بغاوت جي باهہ کي وِسايو ويو. ائين 1278هه/ 1862ع ۾ سردار پَنو خان، "پرچاٽي" ڪوٽ تي حملو ڪري وڌو، پر شڪست کائي ڀڄي ويو. اندروني طور دائودپوٽن بہ سازشون ڪري نواب کي ڪافي پريشان ڪيو هو اهڙيءَ طرح سندس زندگي جنجال بڻجي وئي. حالتن کي سڌارڻ خاطر، خاص طرح ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪمشنر ملتان سيد مراد شاهہ کي، رياست ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. هن سيني معاملن کي طاقت جي ذريعي دٻايو، پر جلد ئي گذريل سال

وانگر سازشون ۽ بغاوتون شروع ٿي ويون. آخرڪار هڪ سازش ۾ خود مراد شاه ۽ اتي جي درٻارين ملي، محل جي هڪ نوڪرياڻيءَ جي ذريعي نواب محمد بهاول خان عباسيءَ چوٿين کي زهر ڏنو جنهن جي ڪري نواب مذڪور 1282هه/ 25 مارچ 1866ع تي فوت ٿي ويو.

**بهاول خان عباسي**[5]: شهزادو مبارڪ خان، نواب محمد بهاول عباسيءَ پنجين جي لقب سان 1321هه/ 12 نومبر 1904ع تي رياست بهاولپور جي تخت تي ويٺو. ان موقعي تي شاهي درٻار ۾ برطانوي حڪومت جي طرفان لارڊ ڪرزن نمائندگي ڪئي ۽ شهزادي مبارڪ خان عباسيءَ کي ائين رسمي طور تي پيءُ جي پڳ ٻڌائي وئي ۽ نواب صاحب کي رياست بهاولپور تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ مڪمل اختيار ڏنا ويا. انهيءَ موقعي تي ڪيس نواب محمد بهاول خان خامس عباسيءَ جي نالي سان تسليم ڪيو ويو هو. هن نواب جو دور، حڪومت جو هڪ شاندار دور ثابت ٿيو. سڀ کان پهرين رياست بهاولپور ۾ تعليم تي توجهه ڏنو ويو. يونيورسٽيءَ جي نموني مطابق مڊل جي درجي تائين تعليم ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو. ڇوڪرين لاءِ هڪ اسڪول تعمير ڪيو ويو؛ سالانه راندين جا مقابلا شروع ڪيا ويا؛ علمي ۽ ادبي سرگرميون شروع ٿي ويون؛ ڊراما، موسيقي ۽ شاعريءَ کي فروغ ڏنو ويو؛ شهر جي امن پسند ماڻهن، درٻارين ۽ سرڪاري ملازمن لاءِ بهاولپور ڪلب قائم ڪيو ويو، جتي مختلف قسمن جا ماڻهو پاڻ ۾ ملي پنهنجي سوچ ۽ فڪر جي ڏي وٺ ڪري سگهن. رعايا کي طبي سهوليتون فراهم ڪرڻ لاءِ 1320هه/ 1902ع ۾ هڪ اعليٰ درجي جي اسپتال تعمير ڪرائي وئي، جنهن جو نالو "بهاول وڪٽوريه اسپتال" رکيو ويو. رياست ۾ زراعت کي به ترقي ڏني وئي. زميندارن کي آسان قسطن ۾ قرض ڏنو ويو ته جيئن زراعت کي ترقي ڏياري سگهن. پوکن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ آبپاشيءَ جو به وڌو خيال رکيو ويو. ستلج نديءَ تي بند ٻڌايا ويا. سجو سال هلندڙ نهرن کي کوٽيو ويو ۽ ڇهه مهينا هلندڙ نهرن تي به ڌيان رکيو ويو. اهڙيءَ طرح صنعت ۽ حرفت تي به ڌيان ڏنو ويو. ڪي ننڍيون وڏيون فيڪٽريون به چالو ڪيون ويون. عوام لاءِ عدل ۽ انصاف جون سهوليتون به مهيا ڪيون ويون. فريادين جي فرياد ٻڌڻ واسطي خاص انتظام ڪيو ويو. هن محل جي دروازي تي هڪ صندوق رکائي ڇڏي ته جيئن فريادي پنهنجون درخواستون ان ۾ وجهي سگهن. صندوق جي چاٻي خود نواب پاڻ وٽ ئي رکي ۽ پاڻ ئي ان صندوق مان درخواستون، ڪيندو هو ۽ فيصلا ڪندو هو. رياست بهاولپور جي سرحدن جو خاص خيال ڪيو ويو ۽ ڪن هنڌن تي نيون سرحدون مقرر ڪيون ويون. سرڪاري محڪمن جي اصلاح ڪئي وئي. غيرمنظم فوج جي بدران هڪ مضبوط فوج به تيار ڪئي وئي. پوليس لاءِ هڪ ٽريننگ سينٽر کوليو ويو. شاهي محل به تعمير ڪرايا ويا، جن ۾ گلزار محل، فرخ محل، عباس منزل ۽ نشاط منزل قابل ذڪر آهن. هن نواب رياست بهاولپور کي ڪافي ترقي ڏياري ۽ هر لحاظ کان رياست کي هڪ مستحڪم ۽ مضبوط ناهي ڇڏيو ائين سمجهو ته هيءُ نواب صحيح معنيٰ ۾ نواب هو. نواب الحاج محمد بهاول خان خامس عباسي حج ڪري اچي رهيو هو ته "عدن" ۾ 1325هه/ 15 فيبروري 1907ع تي فوت ٿي ويو سندس جنازو قلعي دراوڙ ۾ دفنايو ويو.

**بهاول شاهه**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد)، تعلقي سڪرنڊ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'نظرمحمد شاهه' ۽ 'لاشاري ڳوٺ' آباد آهن.

**بهاول ڳڙهه پئلس (محل)**: هيءَ ڪيترين عمارتن تي مشتمل محل هو ۽ منجهس ڪيترائي ننڍا ننڍا محل هئا، جيڪي نواب محمد صادق عباسي جي گهروارين لاءِ جدا جدا اڏايا ويا هئا. هن محل ۾ هڪ وسيع ۽ ويڪرو هال



هو جنهن ۾ نواب صاحب جي درٻار لڳندي هئي. اهو محل 20 صديءَ جي ابتدا ۾ سرڪاري آفيسن جي لاءِ ڪتب اچڻ لڳو جيئن ته انهيءَ محل ۾ لاڳيتيون درٻارون ٿينديون رهنديون هيون، اُن ڪري اهو "درٻار محل" جي نالي سان مشهور ٿي ويو.

**بَهاءُ الدين "بَهائي"**: هن شاعر، اديب ۽ بزرگ جو جنم، تعلقي ميرپورماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي ڳوٺ سلطان گبول ۾ 1239هه/ 1823ع ۾ ٿيو. گهوٽڪيءَ جي مدرسي مان ديني علم جي تڪميل ڪري، ڪجهه وقت انهيءَ مدرسي جو اُستاد به رهيو. بهاولپور جي سردار رحيم بخش وٽ فارسي شاعر جي حيثيت سان ڪجهه وقت ملازمت ڪيائين. زندگيءَ جو گهڻو حصو سير ۽ سياحت ۾ گذاريائين. توڪلي ۽ سادي سودي زندگي گهارڻ جو عادي هو. فارسيءَ جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هڪڙو ديوان، مثنوي "خورد خواب" ۽ "ڪريما بهائي" سندس تصنيفون آهن.

**بَهاءُ الدين ذڪريا**: شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، جيڪو عام طرح غوث "بهاءُالحق" جي نالي سان مشهور آهي، سهروردي سلسلي جو هڪ درويش ۽ ولي ٿي گذريو آهي. 'تاريخ فرشته' جي بيان مطابق پاڻ 578هه/ 1182ع ۾ ملتان جي ويجهو "ڪوٽ ڪروڙ" ۾ پيدا ٿيو. پاڻ شيخ شهاب الدين جي نهايت پيارن خليفن مان هو ۽ برصغير هندستان جي سهروردي سلسلي جو باني هو. ڪوٽ ڪروڙ ۾ قرآن شريف جي قرات جي تڪميل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ مروج علمن جي تڪميل لاءِ خراسان، بخارا، مديني منوره ۽ فلسطين جي وڏن وڏن علمي مرڪزن جو سفر ڪيائين. ان زماني ۾ پنهنجي دور جي نهايت ممتاز محدث شيخ ڪمال الدين يمنيءَ کان حديث جي تڪميل ڪيائين ۽ پوءِ ڪيترائي سال حضرت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي روضءِ اطهر تي ذڪر فڪر ۾ گذاريائين. فلسطين ۾ بني اسرائيل جي نبين جي تُربتن جي



زيارت ڪرڻ کان پوءِ، پاڻ بغداد ۾ آيو ۽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي حلقہ ارادت ۾ داخل ٿيو. ان وقت سندس حالت، سندس مرشد چواڻي اهڙي سُڪل ڪاٺيءَ جهڙي هئي، جيڪا باهہ ۾ سڙڻ لاءِ تيار هئي. انهيءَ ڪري فقط 17 (سترهن) ڏينهن جي تربيت کان پوءِ، شيخ کيس پنهنجو خليفو مقرر ڪيو ۽ ملتان ۾ هڪڙي سهروردي خانقاهہ قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو پاڻ 50 سالن کان ڪجهہ وڌيڪ عرصو ڪم ڪندو رهيو. سندس خانقاهہ نهايت شاندار عمارت هئي، جنهن ۾ مستقل رهندڙن ۽ زيارتين جي رهڻ لاءِ جدا جدا جايون هيون. اها وچئين دور ۾ برصغير جي صوفيانہ تلقين جو وڏو مرڪز بنجي وئي هئي. 661هہ/ 21 ڊسمبر 1262ع تي ملتان ۾ وفات ڪيائين.



شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي سلسلي کي گهڻو ڪري سنڌ ۽ پنجاب ۾ فروغ حاصل ٿيو. جيتوڻيڪ هرات، همدان ۽ بخارا ۾ بہ سندس مريد هئا. هڪ صوفيءَ طور سندس شهرت وجداني ذهانت جي بنياد تي هئي، جنهن سان پنهنجن مريدن جي دلين کي فتح ڪري وٺندو هو. هو تمام گهڻين ڳالهين ۾ پنهنجي هم عصر چشتي صوفين کان مختلف هو: (1) هو هر طرح جي ماڻهن کي پنهنجي چؤگرد ميڙو لڳائڻ نہ ڏيندو هو. قلندرن، مجذوبن ۽ نمائشي درويشن جي مشڪل سان ساڻس ملاقات ٿيندي هئي، تنهنڪري هن لاءِ هڪڙو قول منسوب ڪيو ويندو هو تہ "مون کي عام ماڻهن سان ڪو واسطو ڪونهي". (2) پاڻ اميراڻي ٺاٺ سان رهندو هو سندس خانقاهہ ۾ اناج جا انبار هوندا هئا ۽ مال دولت جا بہ ذخيرا هوندا هئا. (3) پاڻ مسلسل روزن رکڻ جو عادي نہ هو (4) جيتوڻيڪ چشتيہ سلسلي ۾ زمين بوسي عام هئي، پر پاڻ ڪنهن کي بہ پنهنجي اڳيان جهڪڻ نہ ڏيندو هو. (5) هو فرمانروائن ۽ انهن جي عهديدارن سان گهرا تعلقات رکڻ جو قائل هو (6) پاڻ سماع جو قائل نہ هو.

بهاءُ الدين ذڪريا جو قرون وسطيٰ جي سياست ۾ گهرو اثر رسوخ رهيو. تنهنڪري ملتان تي اقتدار قائم رکڻ ۾ هن 607هہ/ 1210ع کان 633هہ/ 1235ع تائين التمش جي وڏي مدد ڪئي ۽ سندس ڏنل اعزازي لقب "شيخ الاسلام" بہ قبول ڪيائين. 644هہ/ 1246ع ۾ جڏهن منگولن ملتان جو گهيرو ڪيو ۽ هرات جو حڪمران بہ انهن سان ملي ويو تڏهن شيخ بهاءُ الدين ذڪريا حملي آورن کي پنهنجي هڙان هڪ لک دينار پيش ڪري، انهن کي محاصرو ختم ڪرڻ تي راضي ڪيو. شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتان ۾ هڪ وڏي شاندار مقبري ۾ مدفون آهي. ان جو گنبذ سهڻي ڪاشيءَ سان سينگاريل آهي. سنڌ ۽ ملتان جي قديمي لاڳاپن، ثقافتي ۽ صوفياڻي مزاج جي هڪجهڙائيءَ سبب غوث بهاءُ الدين جو سنڌ سان خاص تعلق رهيو. تاريخدانن جي راءِ موجب، غوث بهاءُالحق جا وڏا اصل سنڌ جا هئا. مولانا نوراحمد فريديءَ موجب، "غوث جي پوٽي شيخ رڪن الدين عالم، پاڻ مشهور سياح ابن بطوطہ سان ڳالهہ ڪئي تہ اسان جا ابا ڏاڏا محمد بن قاسم جي لشڪر سان گڏ سنڌ ۾ آيا". "تاريخ طاهريءَ" ۾ ڄاڻايل آهي تہ شيخ بهاءُ الدين سهرورديءَ جو خاندان منصوره جي تباهيءَ کان پوءِ لاڙ ۾ سومرن جي شهر "محمد طور" ۾ رهڻ لڳو ۽ انهيءَ شهر جي ويرانيءَ کان پوءِ سکر ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو ان کان پوءِ غزنوي حڪومت جي پاڇي ۾، ملتان ۾ اچي رهيو يا خوارزم کان ٿيندو پوءِ ملتان پهتو بهرحال حقيقت ڪيئن بہ هجي، پر سهروردي بزرگن، خاص ڪري غوث جي وڏن جي سنڌي مدنيت ۾ شڪ ناهي. اڄ بہ هڪ سهروردي بزرگ شيخ نوح بکري سکر ۾ ابدي آرامي آهي. غوث بهاءُ الدين، سهروردي طريقي کي سنڌ ۾ فروغ ڏنو پاڻ ٿي اهو پير هو جنهن سنڌ ۾ ارشاد جو سلسلو شروع ڪيو هن سنڌ تان ڪئين پيرا ڪيا. غوث جي، اهل سنڌ سان ايتري تہ قربت هئي، جو ڪن تذڪره نگارن کيس "ذڪريا سنڌي" بہ لکيو آهي. سنڌ جي لوڪ ادب جي بيتن ۾، جن کي ڏهرچيو وڃي ٿو غوث بهاءُ الدين جو ذڪر آهي، اهي بيت سندس مدح ۾ چيا ويا آهن. سنڌي نثر جي ڪتابن ۾ بہ غوث جا حوالا ملن ٿا. سنڌ مان آڳاٽي وقت کان وٺي، غوث جا پانڌيئڙا روٽ پچائي ساڻ کڻندا آهن ۽ قافلن جي صورت ۾ پيادل منزلون هڻندا وڃي، ملتان پهچندا آهن ۽ غوث جي درگاهہ تي حاضري ڏيندا آهن. صدين کان هلندڙ اهو رواج اڄ بہ جاري آهي. جيتوڻيڪ ڏورانهين ڏيهن کان هزارين مريد ۽ معتقد اچي حاضري ڀريندا آهن، پر غوث جي پانڌيئڙن ۾ وڏو تعداد سنڌ جي ماڻهن جو هوندو آهي. سيوهڻ پرسان لڪيءَ واري چشمي لڳ هڪ ٽنيي جاءِ آهي، جتي روايت آهي غوث پنهنجن يارن سان چلا ڪڍندو هو. پراڻ لڳ غوث جو لڳايل آمريءَ جو هڪ وڻ آهي، جيڪو مشهور زيارتگاهہ رهيو. غوث کان پوءِ سندس فقير بہ اتي سماع ۽ صحبتون ڪندا هئا. اتي ئي آمريءَ جي مقام ۾ غوث بهاءُ الدين جا ڪيترائي مريد ۽ بزرگ مدفون آهن. سڄيءَ سنڌ ۾ غوث جو اولاد سڀ کان جهونو ۽ سيد سڳورن کان پوءِ عزت وارو ليکيو ويندو هو. غوث بهاءُ الدين، سنڌ ۾ ڪيترائي مريد ڪيا. ڪانئس پوءِ سندس فرزند صدرالدين عارف ۽ پوٽي شيخ رڪن الدين عالم بہ سنڌ جو سير ۽ سفر جاري رکيو ۽ سنڌ ۾ مريديءَ ۾ اضافو ڪيائين. ٺٽي جي مشهور بزرگ پير پٺي بابت روايتون آهن تہ کيس غوث بهاءُ الدين گمناميءَ جي ڪنڊ مان ڪڍي نروار ڪري، پنهنجو مريد ڪيو هو. غوث، بکر جي قلعي ۾ مدفون پنهنجي پير ڀائي ۽ شيخ شهاب الدين جي خليفي شيخ نوح سان ملاقات لاءِ بکر بہ آيو، پر سندس اچڻ کان ٿورا ڏينهن اڳ، اهو بزرگ، وفات ڪري چڪو هو. روايتن موجب غوث، حاجي منگهي (منگهي پير) سان بہ ملاقات ڪئي هئي. ٻئي همعصر هئا. غوث بهاءُ الدين، شيخ ريحان سان پڻ ملاقات ڪئي هئي. سنڌ ۾ غوث ۽ سندس اولاد ياران مريد کيل ڪيترائي بزرگ، ۽ خود غوث جي اولاد مان ناليرا ولي مدفون آهن. شيخ ڪالو قريشي، غوث بهاءُ الدين جي اولاد مان هو ۽ خسرو خان چرڪس جو ناني هو ترخانن جي ڏينهن ۾ ٺٽي آيو ۽ سنڌ جا ڪيترائي گهراڻا هن جا مريد آهن. چاچڪان جي پرڳڻي ۾ سندس اولاد خسرو خان جي حويليءَ ۾ رهندو هو. اهي قريشي مشهور هئا. بکيرا ۾ شيخ فاضل شاهہ ۽ شيخ شهرالله نالي بزرگ، غوث جي اولاد مان تمام گهڻا مشهور ٿيا. اتي انهن جون درگاهون آهن. غوث جي اولاد مان شيخ بهاءُ الدين ولد شيخ شهرالله پڻ ناليرو بزرگ ٿيو. سنڌ جا اڪثر مشائخ ۽ عام ماڻهو هُن جا مريد ٿيا. هن جي اولاد مان ڪيترائي بزرگ سنڌ ۾ آيا ۽ هتي رشد ۽ ارشاد ۾ مشغول رهيا ۽ سنڌ ۾ ئي دفن ٿيا. بدين ۾ مدفون شيخ اسماعيل قريشي، غوث جي اولاد مان مشهور بزرگ هو. سندس فرزند پير ابن شاهہ ٺڪرن وارو پڻ ناليرو بزرگ ٿيو اورنگا بندر (تعلقي

شاهبندر) کان اٺن ڏهن ڪوهن تي هڪ ٽڪر تي سندس مزار آهي. انهن ٽڪرن کي سندس نالي پٺيان "ابن شاهه جا ٽڪر" چوندا آهن. ابن شاهه جي اولاد مان پڻ بزرگ ٿيا ۽ انهن مان ڪي مرشد جي نالي پٺيان تعلقي جاتيءَ ۾ "بهاءُ الدين پور" نالي ڳوٺ ٻڌائي، اتي رهيا. ساڳيءَ طرح ڪڪرالي پرڳڻي ۾ شيخ راجن پڻ، غوث جي اولاد مان مشهور بزرگ ٿيو. ڪڪرالي جا ڄام، سندس مريد ٿيا ۽ شيخ راجن جي اولاد کي سگ به ڏنائون. پراڻ لڳ بايزيد سمي جي ديهه ۾ مدفون مشهور بزرگ، درس مظفر پڻ غوث بهاءُ الدين جي سلسلي جو هو. کيس خلافت به مليل هئي. مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي شيخ عاليءَ ۽ سندس اولاد جا مقبرا آهن، اهي غوث جي اولاد مان ناليرا بزرگ آهن. اڄ به شيخ عاليءَ جي مزار تي چنڊ جي چوڏهينءَ رات جو غوث جي سلسلي وارو سماع ٿيندو آهي. مڪليءَ تي ٻئي مدفون شيخ نعمت الله، غوث بهاءُ الدين جي اولاد مان وڏو بزرگ هو. سندس فرزند شيخ جيو پڻ وڏو ولي ٿيو. شيخ طلحه، جيڪو مڪليءَ تي مدفون آهي، اهو غوث جو اولاد هو ۽ ڪامل ولي ٿي گذريو آهي. مڪليءَ تي مدفون ٻيو بزرگ، شيخ حسين سومرو پڻ غوث بهاءُ الدين جو معتقد هو سنڌ جا سومرا حاڪم به پوئين دور ۾ غوث جي اولاد مان ڪنهن بزرگ جي بيعت ڪري مريد ٿيا ۽ اسماعيلي عقيدو ڇڏي ڏنائون. سومرن جي ڏينهن ۾ غوثي بزرگ پنهنجي تبليغي ڪم ۾ رڌل رهيا. سمن جي دؤر ۾ ملا خليفو سنڌي، سنڌ ۾ ساڪري ۾ اچي آباد ٿيو. اهو بزرگ غوث بهاءُ الدين ٻاران مريد ڪندو هو. کيس غوثي سلسلي جي خلافت مليل هئي. درس علاءُ الدين سومرو به غوث جي سلسلي جو بزرگ هو. ڪڪرالي ۾ ڪيترائي مريد ڪيائين. سندس مزار پير پٺي ۽ شيخ جميعل جي وچ تي آهي. هالن جا پٽي مخدوم پڻ غوث بهاءُ الدين جا مريد آهن. اڄ تائين انهن وٽ ملتاني سلسلي جو سماع ٿيندو آهي. ولهار ۾ درويش صدرُ، غوث جو معتقد هو. ميگهواڙن جي مشهور پير، پير پٿوري، بابت روايتون آهن ته هو غوث جي درگاهه جو مريد ٿيو هو ۽ قافلا ملتان ولي ويندو هو. سنڌ ۾ شيخ يوسف نالي هڪ بزرگ غوث جو مريد هو. شاهه رڪن الدين عالمُ، ان جي ٻن فرزندن نصير ۽ امام کي ملتان وٺي ويو ۽ اتي ڪين زمينون ۽ باغ ڏنائين. اڄ به ملتان ۾ انهن جو اولاد مشهور ۽ آسودو آهي. اهو سنڌي خاندان "حاجي" سڏبو آهي. سنڌ ۾ "جويا" ذات وارن ماڻهن بابت به روايتون آهن ته اهي ملتان جي درگاهه مان مستفيض ٿيا ۽ انهن کي شاهه رڪن الدين عالم، مسلمان ڪيو هو. هو راجپوتن جي 32 ڪُل مان مسلمان ٿيل آهن. سنڌ جي ماڻهن جي اڪثريت غوث بهاءُ الدين ملتانيءَ جي درگاهه سان ٻڌل هوندي هئي. غوث جو سنڌ تي تمام گهڻو اثر رهيو. سندس درگاهه جون تبليغي جماعتون اڪثر سنڌ مان هلنديون هيون. ڪيترائي مريد لاڙ واري خطي مان اگهاڙين پيرين پنڌ ڪري ملتان ويندا هئا. اڄ به سنڌ جا اڪثر ماڻهو انهيءَ دروازي جا طالب آهن. سنڌ ۾ غوث جا "روٽ"، ۽ "پيادل قافلا" سنڌ واسين جو غوث بهاءُ الدين ذڪريا سان عقيدت جو اظهار آهن. غوث جي نالي جي نسبت سان ملتان يونيورسٽيءَ جو نالو "بهاءُ الدين ذڪريا يونيورسٽي" رکيو ويو آهي. ان کان سواءِ هڪ خاص ريل گاڏيءَ جو نالو به "بهاءُ الدين ذڪريا ايڪسپريس" رکيل آهي، جيڪا روزانو ڪراچيءَ کان ملتان هلندي آهي.

**بهاءُ الدين گودڙيو:** صوفي منش ۽ بزرگ مخدوم بهاءُ الدين گودڙيو (دلقپوش) بن مخدوم عبدالغفور ميمڻ، هڪ اندازي مطابق، ارغونن جي ايامڪاريءَ ۾ سال 959هه/ 1552ع ڌاري، ٺٽي جي تعلقي ميرپوربٺوري ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مدرسن ۽ مڪتبن ۾ حاصل ڪيائين، جتي عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين ۽ ٻين علمن ۾ مهارت حاصل ڪيائين. شروع ۾ ٺٽي جي بزرگ سيد موسيٰ جو مريد ٿيو. سٽت ٿي پوءِ مخدوم نوح هالائيءَ جي عقيدت ۾ آيو. آخر ۾ وري بهاءُ الدين ذڪريا جي سلسلي طريقت کي اختيار ڪيائين. روايتن مطابق وٽس هڪ اعليٰ ڪتب خانو هوندو هو. جنهن ۾ ناياب نسخا پڻ دستياب هئا. سنڌ توڙي هند جا ڪيترائي عالم وٽانئس استفادو ڪندا هئا. پاڻ ٻارهن ڪتاب پڻ تصنيف ڪيائين، پر هن وقت انهن ڪتابن مان هڪ به نمونو نه ٿو ملي سگهي. مخدوم گودڙيو، طب ۾ به اعليٰ ڄاڻ رکندو هو. وٽس مختلف مرضن لاءِ شفاياب نسخا هئا. پنهنجي وقت جو وڏو عالم، زاهد، صوفي ۽ فقيه ٿي گذريو آهي. سندس عادت هوندي هئي ته ڪنهن به جانور کي پنهنجي هٿ سان نه ماريندو هو. ظاهري شرعي علمن کان سواءِ جفر، تڪسير، مسخرات ۽ عمليات جو به وڏو عالم هو. 1625ع ڌاري شهزادو خورم (شاهه جهان) پنهنجي والد، سلطان جهانگير کان ناراض ٿي ٺٽي پهتو، تڏهن ٺٽي جي گورنر نواب شريف خان شهزادي جو سخت مقابلو ڪيو ۽ کيس ٺٽي ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنو. ان وقت شهزادو، شيخ بهاءُ الدين گودڙيي جي خدمت ۾ پيش پيو ۽ دعا گهرايائين. اُن ڳالهه جي ٺٽي جي بادشاهه کي خبر پئي ۽ سندس حڪم تي نواب شريف خان يڪ چشم (ڪاڻي) کيس گرفتار ڪرائي، سندس گهر کي باهه ڏياري ڇڏي، جنهن ڪري سندس سمورو ڪتب خانو سڙي رک ٿي ويو. سندس هٿ اکر ڪتابن مان فقط "قرآن پاڪ" جو فارسيءَ ۾، مخدوم نوح هالائيءَ جو ڪيل ترجمو وڃي بچيو. جيڪو سيد ابوبڪر لڪياريءَ لاءِ سوکڙيءَ طور اماڻي ڏنائين. اهو نسخو ڏکڻ ايشيا جو پهريون فارسي ترجمو هو. اهل دل ۽ اهل الله، 81 سالن جي ڄمار ۾ تاريخ 19 صفر 1073هه/ 1663ع ڌاري ٺٽي ۾ وفات ڪري ويو. کيس مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. سندس تربت، ميان مٺوءَ جي مزار لڳ آهي.

**بهاءُ الدين مهر:** بهاءُ الدين ولد قُلڻ خان مهر عزيزپور، تعلقي پني عاقل جو ويٺل سٺو شاعر ۽ سگهڙ هو. ڪجهه وقت اڳ وفات ڪيائين. سندس ڪلام معجزن، مداحن، بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي.

**بهاءُ الله بهائي:** 19 صدي عيسويءَ ۾، ايران ۾ علي محمد شيرازي "باب" لقب جي ڪري گهڻو مشهور ٿيو. علي محمد شيرازي هڪڙي تاجر جي گهراڻي ۾، 1 محرم 1235هه/ 20 آڪٽوبر 1819ع تي ڄائو. سندس پيءُ جو نالو محمد رضا ۽ ماءُ جو نالو فاطمه بيگم هو. اڃا ٻن سالن جو مس هو ته سندس پيءُ وفات ڪئي. مامي سندس پرورش ڪئي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مامي سان گڏ 'بزازيءَ' جو ڪم شروع ڪيائين ۽ تجارتي ڪاروبار لاءِ 'بوشهر' روانو ٿيو 'بوشهر' ۾ اچي علي محمد، رياضتن، مراقبن ۽ باطني ڪمن ۾ مصروف ٿي ويو. نٽهڻ اُس ۾، ڇت تي وڃي اگهاڙي مٿي سج جي سامهون ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو رهندو هو ۽ وظيفو ڪندو هو. هڪ دفعي ڪربلا جي زيارت جي سفر ۾ شيخ احسائيءَ جي خليفي ڪاظم رشتيءَ (1259هه/ 1843ع) سان مليو ۽ ان کان تعليم ورتائين. ان بعد سندس غالي مريدن ۾ شامل ٿي ويو. ڪاظم رشتيءَ جو خيال هو ته امام غائب جي ظهور جو وقت اچي ويو آهي، انهيءَ ڪري وفات کان اڳ پنهنجن مريدن کي امام مهديءَ جي تلاش ۾ سڄي ايران ۾ پکيڙي ڇڏيائين. ان وقت علي محمد به ڪاظم رشتيءَ جي ڪن مريدن کي ساڻ ڪري ڪوفي جي هڪڙي مسجد ۾ وڃي چلو ڪڍڻ لڳو ۽ 5 جمادي الاول 1260هه/ 23 مئي 1844ع تي "باب" هجڻ جي دعويٰ ڪيائين. ان وقت سندس عمر 24 سال،



4 مهينا ۽ 4 ڏينهن هئي. ڪجهہ عرصي ۾ ڪيس مڃڻ وارن جو تعداد 18 تائين پهچي ويو. تڏهن پاڻ سميت مڃيندڙن کي 19 شمار ڪري، انهيءَ عدد جي 'ہي سگهہ' (يعني 19x19 = 361) تصور ڪري، انهيءَ خيالي گروهہ کي "ڪُل شيءِ" جو نالو ڏنائين. پر 19 ڄڻن واري انهيءَ فهرست ۾ حسن علي نوريءَ (جنهن کي علي محمد 'باب' پاران بهاءُ الله جو لقب ڏنو ويو) جو نالو شامل نہ هو. جيڪو "باب" جو مريد هو. جنهن بعد ۾ "بهائي" مذهب جو بنياد رکيو. پوءِ "باب" پنهنجي هڪ سرفروش نوجوان مريد ملا محمد علي بار فروشيءَ کي ساڻ ڪري 1260ھ/ آڪٽوبر 1844ع ۾ حج بيت الله لاءِ بوشهر مان مڪي شريف جو سفر ڪيو. تجويز اها هئي تہ انهيءَ روايت کي پورو ڪجي، جنهن ۾ لکيل هو تہ اهو داعي مڪي مڪرمہ مان پنهنجي دعويٰ جي شروعات ڪندو. ليڪن ماڻهن هن جي دعوت کي قبول نہ ڪيو.

'باب' جا داعي ملڪ ۾ گهميا پئي ۽ سندن جدوجهد حڪومت جي نظر ۾ هئي. آخر هڪڙي موقعي تي "باب" جي مريدن شيراز ۾ ٻانگ ڏيڻ وقت هي جملو وڌايو تہ "آءٌ اقرار ٿو ڪريان تہ علي نبيل (يعني علي محمد باب) ڪان اڳ آئينہ انفاس خداوندي آهي". تڏهن ماڻهو مشتعل ٿي ويا. انهن اهو بہ ڏنو تہ "باب" جي تحريرن ۾ اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي درست ناهن. ان کان پوءِ 1261ھ/ 1844ع کان وٺي حڪومت طرفان سندس گرفتاريءَ، رهائيءَ ۽ گرفتاريءَ جو سلسلو هلندو رهيو. 1266ھ/ 1850ع ۾ بابي اڳواڻن بهاءُ الله (حسن علي نوريءَ) جي هدايت تي هڪڙو اجلاس ڪيو. جنهن جو مقصد هو تہ باب کي جيل مان ڇڏائڻ جو بندوبست ڪجي. انهيءَ سلسلي ۾ اهو طيءِ ٿيو تہ 'بابي' گهٽائيءَ ۾ گڏ ٿي، شاهہ ايران جي خلاف احتجاج ڪن ۽ طاقت جي زور تي "باب" کي ڇڏائي وٺن. ڪانفرنس کان پوءِ جناب قدوس ۽ قرة العين گڏجي هڪڙي ئي ڪجائي ۾ سفر ڪيو. جيڪو خود بهاءُ الله هنن لاءِ تيار ڪرايو هو. قرة العين روزانو هڪڙو غزل لکي حدي خوانن کي ڏيندي هئي، جيڪي رستي ۾ ڳائيندا هلندا هئا. آخر ۾ 2 هزار بابين جي جماعت مزر شهر کي مرڪز بنائي ويهي رهي. هنن هٿيار گڏ ڪيا، ڪاهيون ڪوٽيون، رسد جي فراهمي اردگرد جي آبادين مان زوريءَ ورتائون. مؤرخن 'بابين' جي عوام سان ٿيل ڌاڍاين کي وڏائي چڙهائي بيان ڪيو آهي. جنگ جي خاتمي کان پوءِ "باب" کي وري تبريز آندو ويو ۽ سندس ٻن مريدن، ملا محمد علي يزديءَ ۽ آغا سيد حسين کي گوليءَ سان اُڏائڻ جي تجويز ڏني وئي. جڏهن انهن ٽنهي کي تبريز جي بازار مان وٺيو ٿي ويا تہ ماڻهن مٿن ملامت ڪئي. آغا سيد حسين، بابي عقيدي کان توبهہ ڪئي، باقي 'باب' ۽ محمد علي يزديءَ کي تبريز ڇانوڻيءَ جي هڪ عيسائي پلٽڻ ۾ آڇر جي ڏينهن، 28 شعبان 1266ھ/ 9 جولاءِ 1850ع تي ٻنپهرن جو قتل ڪيو ويو. سندس لاش ڪيترن ڏينهن تائين رستن تي گهلبو رهيو. آخر ۾ جانورن جي کاڄ لاءِ جهنگ ۾ اڇلايو ويو. بابي روايت موجب 'باب' جا مريد اڌ رات جو لاش مخفي طرح ڪڍي ويا ۽ پنجاهہ سالن تائين لڪائي رکيائون. آخر عبدالبها جو لاش ايران کان فلسطين ۾ آڻي، ڪوهہ ڪرسل تي هڪڙي هنڌ دفن ڪيو ويو. هاڻي ان قبر واريءَ ايراضيءَ کي "مقام اعليٰ" چيو وڃي ٿو

**بَهَائِي**: هڪ فرقي جو نالو جنهن جو اڳواڻ "بَهاءُ الله" نالي هڪ شخص ايران ۾ ٿي گذريو آهي. تفصيل هن ريت آهي: هن مذهب جو بنياد مرزا حسن علي نوريءَ رکيو جنهن کي سندس اڳواڻ علي محمد باب، بهاءُ الله جو لقب ڏنو هو. علي محمد باب پاڻ ڪانپوءِ هڪڙي شخص جي ظهور جي خبر ڏني هئي، جنهن کي پاڻ "يُظهرِالله" جو نالو ڏنائين ۽ هڪڙي بيان ۾ ظهور جو ويجهو دور بہ ٻڌايو هئائين. آخر بابين مان هڪڙي شخص "يُظهر الله" جي دعويٰ ڪئي، ليڪن مرزا يحيٰ (صبح ازل) ۽ مرزا حسن علي (بهاءُ الله) ان جي سخت مخالفت ڪئي. اتفاق سان اهو شخص قتل ٿي ويو. ان کان پوءِ بہ ڪيترن ئي بابين "يُظهرِالله" هجڻ جي دعويٰ ڪئي.



بهاءُ الله 1265ھ/ 1848ع ۾ جنگ قلعہ شيخ طبرسيءَ لاءِ ويندي واٽ تي گرفتار ٿي ويو. حڪومت سڄي قافلي کي وڏيڪ پچا ڳچا لاءِ آمل ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو. رستي ۾ موقعو ڏسي، هڪڙي ماڻهوءَ سندس سڀ لکتون درياهہ ۾ ٻوڙي ڇڏيون. اها سندس ٻي گرفتاري هئي. ٽين گرفتاري، شاهہ ايران نصيرالدين شاهہ تي بابين جي حملي وقت ٿي. قيد مان رهائيءَ کان پوءِ بهاءُ الله آڪٽوبر 1852ع (يا 1863ع) ۾ دعويٰ ڪئي تہ دراصل هو ئي "يُظهرِالله" آهي. بابين جي اڪثريت بهاءُ الله جي دعوت کي قبول ڪيو هو.

بهائيت اسلام جو ڪو فرقو نہ، پر هڪ جدا مذهب آهي ۽ ان جا مڃيندڙ پنهنجي خيال ۾ ان کي ٻين مذهبن کان بهتر سمجهن ٿا. سندن چوڻ آهي تہ، قانون ارتقا جو طبعي نتيجو اهو آهي تہ بعد ۾ ايندڙ پهرئين کان بهتر ۽ افضل هوندو آهي. بهاءُ الله جي دعويٰ ڪهڙي هئي؟ ان جو جواب ڏيڻ آسان ناهي. البت هو بهاءُ الله جي باري ۾ اهو تصور رکن ٿا تہ بهاءُ الله جڻ تہ خود خدا جو انساني ضرورتن سان ظهور آهي، ۽ اُن انسانيت جو لباس اوڍيو هو. جيئن ڊاڪٽر خيرالله ٻڌايو آهي تہ 1852ع ۾ (نعوذ باالله) خداءِ مجسم، يعني بهاءُ الله ظاهر ٿيو. آمريڪا ۾ بهائي ٿيڻ لاءِ جيڪو بيعت فارم شايع ڪيو ويو آهي، تنهن جا لفظ آهن: "اي اعظم (يعني عبدالبها) خدا جو نالو وٺي آءٌ نهايت عاجزيءَ سان پنهنجي خالق برتر توانا خدا جي توحيد جو اقرار ڪريان ٿو ۽ خدا جي انساني شڪل ۾ ظاهر ٿيڻ تي منهنجو ايمان آهي." بَهائي ڪتابن ۾ اڳين نبين جا دور ڄاڻايا ويا آهن، ليڪن بهائين وٽ، بهاءُ الله جي آمد کان پوءِ سڀني نبين جو دور، جيڪو آدم کان وٺي شروع ٿيو هو، سو ختم ٿيو. مقصد تہ جملي نبين جي دين کي تہ سچو مڃين ٿا، ليڪن سندن خيال ۾ هاڻي



بهائي مذهب بهترين مذهب آهي ۽ هاڻي گذريل شريعتن تي نہ، پر بهائي شريعت تي عمل مان ئي نجات ملندي. بهائين ۾ باجماعت عبادت جو سلسلو ڪونہ ٿو ڏسجي، البت ان جي مقصد لاءِ خاص قسم جي عمارت تجويز ڪئي وئي آهي، جنهن جي باري ۾ هدايت ڏني وئي آهي تہ اها گول هجي. متان 9 حصن ۾ ورڇيل وڏو گنبذ ٺهيل هجي. 10 مئي 1912ع تي شڪاگو جي پرسان مشيگن ڍنڍ جي ڪپ تي "مشرق الاذڪار" جو سنگ بنياد عبدالبها

رکيو. جنهن جو افتتاح 2 جون 1953ع تي ولي امرالله شوقي افنديءَ جي آمريڪن زال جي موجودگيءَ ۾ ٿيو. ان کان اڳ پهريون مشرق الاذڪار 1902ع ۾ ۽ پوءِ 1962ع ۾ به عشق آباد (اڳوٺي روس) ۾ هڪ "مشرق الاذڪار" تعمير ٿيو هو. تازو ڀارت جي گاديءَ واري شهر دهليءَ ۾ پڻ هڪ تمام وڏي ايراضيءَ تي جوڙيل اهڙي عمارت تعمير ڪئي وئي آهي، جيڪا بهائي مذهب جي پوئلڳن کانسواءِ سياحن لاءِ به کولي وڃي ٿي. بهائي شريعت ۾، مذهب ۽ ملت جي فرق کان سواءِ شاديون ڪرڻ به جائز آهن. هڪڙي وقت ۾ گهڻيون زالون به ڪري سگهجن ٿيون. خود بهاءُ الله جون به زالون هيون. مهر، پنجانوي مثقال سون کان وڌيڪ جائز نه آهي. بهائي شريعت ۾ به سزا جزا جو تصور آهي. گهرن کي ساڙڻ واري کي ماري ڇڏڻ يا عمر قيد جي سزا آهي. زنا جي سزا نو مثقال ڏنڊ آهي. بهائي سال ۾ 5 عيدون ملهائيندا آهن. (1) ظهور بهاءُ الله تي عيد رضوان، (2) عيد بعثت باب، (3) عيد ميلاد بهاءُ الله، (4) عيد ميلاد باب ۽ (5) عيد نوروز. بهائين کي 19 ڏينهن روزن رکڻ لاءِ چيو ويو آهي، يعني بابي تقويم جي ماهه اعليٰ ۾، جيڪو 2 مارچ کان شروع ٿي 21 مارچ تي ختم ٿي ويندو آهي. تڏهن بهائين جي عيد نوروز ٿيندي آهي. بهائين جو دعائيه ٻُغرو، جيڪو عموماً سندن گهرن ۽ ڪاروبار وارن هنڌن تي لڳل هوندو آهي، ان جا لفظ آهن: "يا بَهَاءُ لا بها".

**بهائي تعليم** (ڪتاب): بهائين ۽ سندن مذهب متعلق لکيل هڪ ڪتاب جو سنڌي ترجمو، جيڪو مرزا قليچ بيگ ڪيو. هيءُ ڪتاب 1923ع ۾ ڇپيو. پريس جو نالو ڄاڻايل نه آهي. ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 23 صفحن تي مشتمل آهي. قيمت 4 آنا لکيل اٿس.

**ٻهبود اطفال:** (چائلڊ ويلفيئر) 18 صديءَ جي آخر ۽ 19 صديءَ جي شروع ۾ جڏهن ڪارخانن ۾ ننڍن ٻارڙن کان ڪم وٺڻ جي سلسلي ۾ صنعتي انقلاب جا اثر واضح ٿيا، تڏهن روسو، پيسٽا لازي ۽ فروبيل جهڙن دانشورن ٻارڙن جي خصوصي ضرورتن تي ڌيان ڏنو. 19 صديءَ ۾ يتيم، لاوارث ۽ معذور ٻارن لاءِ ڪيترائي خيراتي ادارا وجود ۾ آيا. 20 صديءَ عيسويءَ ۾ ٻهبود اطفال (ٻارن جي ڀلائيءَ) جي خانگي، بلدياتي، سرڪاري، قومي ۽ بين الاقوامي ادارن ۾ واڌ آئي. برطانوي "ٻارن جو قانون" (قانون اطفال) (1908ع)، "اوهايو" جو قانون تفويض اطفال (1911ع) ۽ آمريڪا ۾ محڪمه اطفال (ٻارن جي محڪمي) جو قيام (1912ع) ابتدائي سنگ ميل هئا. 1964ع تائين انجمن ٻهبود اطفال جون شاخون سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي ويون ۽ انهن کي عالمي محڪمه صحت ۽ هلال احمر جهڙن ادارن جو تعاون حاصل ٿي ويو.

**ٻهترين سنڌي ڪَويتائون**[1] (ڪتاب): مشهور شاعر ٽيڪچند "مست" جي شاعريءَ جو مجموعو، جيڪو گجرات سنڌي اڪيڊمي، گانڌي نگر (انڊيا) طرفان سال 1992ع ۾ ڇپايو ويو هو.

**ٻهترين سنڌي ڪهاڻيون**[2] (ڪتاب): چونڊ ٻهترين سنڌي ڪهاڻين جو مجموعو. هيءُ انتخاب پوپٽي هيرانندانيءَ ترتيب ڏنو ۽ 1989ع ۾ شايع ٿيو. هيءُ ڪتاب گجرات سنڌي اڪيڊمي، گانڌي نگر طرفان ڇپايو ويو آهي.

**ٻهترين سنڌي ڪهاڻيون**[3] (ڪتاب): هن نالي سان مشهور ليکڪ لال پشپ جي ٻهترين ننڍڙين ڪهاڻين جو ٽن جلدن تي مشتمل مجموعو جيڪو 1975ع ۾ ڇپيو. آزاديءَ کان پوءِ ڇپيل سنڌي ڪهاڻين جي هن مجموعي جو مرتب اپاسڪ لعل پشپ خود آهي.

**ٻهترين سنڌي مضمون** (ڪتاب): هيري ٺڪر جي ٻهترين مضمونن جو ڳُٽڪو جيڪو 1990ع ۾ گجرات سنڌي اڪيڊمي، گانڌي نگر (ڀارت) پاران شايع ڪيو ويو.

**ٻهترين سنڌي ناٽڪ** (ڪتاب): ايم ڪَمل جي لکيل ٻهترين ناٽڪن جو مجموعو جيڪو 1989ع ۾ گجرات سنڌي اڪيڊمي، گانڌي نگر (ڀارت) پاران شايع ڪيو ويو.

**بَهرامُ:** ايران جي ساساني بادشاهن مان هڪ مشهور بادشاهه "بهرام گُور". هن جي شڪار جو قصو فارسي شاعريءَ مان سنڌ ۾ پهتو جنهن کي سنڌ جي سرائڪيءَ ۽ سنڌي شاعرن منظوم ڪيو ۽ ڪيس "بانڪو بهرام" سڏيو.

**بهرام بانڪو:** ضلعي لاڙڪاڻي جي ٻن ڳوٺن ۽ ديهن جو نالو: 'بهرام' هيليون ۽ 'بهرام' مٿيون.

**بهرام بهادر بادشاهه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي محمد عليءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 56 صفحا ۽ قيمت هڪ رپيو چار آنا ڄاڻايل آهي. محمد يوسف نالي شخص سال 1912ع ۾ ڇپايو.

**بهرام بهادر جو قصو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حافظ امام بخش جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت ڇهه آنا چار پايون ڄاڻايل آهي. شڪارپور جي نامياري پبلشر پوڪرداس هيءُ ڪتاب، پوڪر پريس، شڪارپور مان سال 1898ع ۾ ڇپايو.

**بهرام پور:** ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'حاجي شفيع محمد چوڌري'، 'انور جيلاني'، 'شهمير رند'، 'آچار جسڪاڻي'، 'شفيع محمد پنهور'، 'امام بخش پالاري'، 'لال بخش رند' ۽ 'عثمان پنهور'.

**بهرام رستم جي:** پاڪستان جي قومي تراني جي ڌُن ۾ شريڪ هڪ ڪردار. بهرام رستم جي 1912ع ۾ ڄائو هو. هن جو تعلق ڪراچيءَ جي هڪ معزز پارسي گهراڻي سان هو. 1925ع کان صدر، ڪراچيءَ جي هڪ گهر ۾ رهائش پذير هو. مذهبي ماڻهو هو. 19 سال بي. وي. سي ماما پارسي هاءِ اسڪول جو پرنسپال رهيو هو. پاڪستان ٺهڻ وقت به انهيءَ اسڪول جو پرنسپال هو. 1971ع ۾، هن فلاحي ٻهبود جي هڪ اداري "رنگون والا سينٽر" قائم ڪرڻ ۾ ڀرپور مدد ڪئي. 1982ع ۾ سندس 70 هين سالگرهه جي موقعي تي، پارسي برادريءَ طرفان سندس خدمتن جي اعتراف طور شاندار تقريب منعقد ڪري ڪيس شيلڊ ڏني وئي. پاڪستان جي قومي تراني لاءِ جيڪي ساز ڪم آندا ويا، انهن ۾ پيانو سندس ملڪيت هو ۽ جيڪو آخر تائين به وٽس محفوظ هو. پاڻ قومي تراني ۾ انهيءَ شرڪت تي فخر ڪندو رهيو آهي. سندس چوڻ هو ته "مون کي موسيقيءَ جو شوق آهي. پيانو سٺو وڄائيندو آهيان. جڏهن قومي تراني جي مقابلي جو اعلان ٿيو ته مون به ڪي ڌنون ٺاهيون. منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان يادگار واقعو اهو آهي جو آءُ پهريون پاڪستاني آهيان، جنهن "پاڪ سرزمين شادباد"، جا ٻول پيانو تي وڄايا. احمد جي چاڳلا قومي تراني جي ڌُن جو خالق آهي.

**بهرام فقير جتوئي:** بهرام فقير ولد علي بخش فقير جتوئيءَ جا وڏا اصل ياڳناڙيءَ جا وينل هئا. بخش علي فقير اتان لڏي اچي ضلعي نوابشاهه ۾ وينو. سندس وڏو پٽ گهرام فقير، سچل جو طالب هو. بهرام فقير جون ڪي ڪافيون سنڌي ادبي بورڊ جي شايع ٿيل "ڪافيون" ڪتاب ۾ ڇپيل آهن.

**بهرام گور** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حاجي امام بخش "خادم" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 145 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، مولوي محمد عظيم، محمدي اليڪٽرڪ پريس، شڪارپور مان سال 1947ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بهرام مٿيون:** شهدادڪوٽ - قمبر جي تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه. هن ديهه ۾ 'بهرام مٿيون' ۽ 'ڪوسن جا گهر' نالي به ڳوٺ موجود آهن.

**ڀهرام هاٿيان:** لاڙڪاڻي- جيڪب آباد جي وچ ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

**ڀهرام هيٿيون:** شهدادڪوٽ- قنبر جي تعلقي ميري خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڇهه ڳوٺ آباد آهن: 'ڀهرام هيٿيون'، 'علي بخش ڪوڪر'، 'مگسي ڳوٺ'، 'محمد خان بروهي'، 'گل محمد بروهي' ۽ 'رضامحمد بروهي'.

**ڀهرامي:** هيءَ بلوچ جتن جو قبيلو آهي، جيڪي اُٺ پاليندا آهن. هي برهماڻي به سڏبا آهن ۽ ڪراچيءَ جي اتر ۾ تمرين جي علائقي ۾ ڏماچ ۽ ٽاٽي عارب خان جي وچ تي رهندا آهن.

**ڀَهراڻو:** بحر جو نذرانو. هندن جي هڪ ڌرمي رسم موجب اٽي جو پنوڙو ٺاهي، ان ۾ سينڌر ۽ گل ڦل هٽي، چومکو ڏيئو ٻاري وڃي پاڻيءَ ۾ نذراني طور ڇڏيندا آهن. ڪي هندو وري ڪاٺ جو ننڍڙو تابوت ٺاهي، ان سان گڏ پڄن ڳائيندا، دهل شرنائيون وڄائيندا، درياءَ تي وڃي رسم ادا ڪندا آهن. اڏيري لعل جو 'ڀهراڻو' مشهور آهي.

**ڀَهراڙي:** هڪ ذات جو نالو آهي. بلوچن جو هڪ قبيلو آهي. تعلقي ڪوٽ غلام محمد ۾ هن نالي سان ڳوٺ موجود آهي.

**ڀهرائي ٽر:** تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'مالڪ جي ڏاٽي'، 'علي حسن مهر'، 'جمال سميجو'، 'سيرڻ مهر' ۽ 'ڏيڙي ٽڪر'.

**ڀُهرو:** زمين دوز ڪوٺي. تهخانو. اهو تهخانو جيڪو گهر ۾ اندر ڪنهن ڪوٺيءَ يا صفحي ۾ ٺاهي، مٿان اهڙيءَ طرح ڇت ٺاهي ڇڏجي، جو هيٺ ڪنهن ڪوٺيءَ جو اهڃاڻ نه ملي. ان تهخاني ۾ هيٺ وڃڻ لاءِ ڪمري جي ڪنڊ يا وچ ۾ ڪا وٽي ڇڏي، ڍڪي ڇڏجي. اهو ڀُهرو ناڻي يا ڪن خاص شين رکڻ لاءِ ٺهرائيندا هئا. هن وقت به انهيءَ ضرورت لاءِ گهرن ۾ ڀُهرا ٺهندا آهن. ننگرپارڪر ويجهو جبلن ۾ ڪيترا ڀُهرا ٺهيل آهن.

**ڀهرو چاپڙيا "بيوطن":** ڀهرو چاپڙيا شاعر هو. سندس تخلص "بيوطن" هو. سال 1934ع ۾، ڪوٽ شيرمحمد خان ٻُلي، تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر ۾ ڄائو. 20 سالن کان شاعري ڪندو رهيو هو. سندس رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. ڪيترائي گيت ڪمپوز ٿيل اٿس. ورهاڱي ڪانپوءِ ڀارت ۾ وڃي رهائش پذير ٿيو.

**ڀُهري:** هن نالي سان تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه موجود آهي.

**ڀهزاد لکنوي:** اردو زبان جو هڪ وڏو شاعر ۽ اديب هو جيڪو 1910ع ڌاري لکنوءَ ۾ پيدا ٿيو. خانداني نالو سردار حسين خان هوس. ڪلڪتي مان تعليم حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ريلوي ۾ ملازمت ڪيائين. 8 سالن جي عمر کان شعر چوڻ شروع ڪيائين. 1930ع ۾ هيءُ خانقاه نيازيه بريليءَ جي سجاده نشين حضرت عزيز ميان جي ارادتمندن ۾ شامل ٿيو. هن جو مجموعو "نغمہ نور" جي نالي سان 1936ع ۾ شايع ٿيو. بمبئيءَ ۾ ٺهڻ وارين فلمن لاءِ گانا به لکندو رهندو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1952ع کان 1963ع تائين ريڊيو پاڪستان سان منسلڪ ٿيو ۽ ٻه دفعا حج ڪيائين. 10 آڪٽوبر 1974ع تي ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو.

**ڀهشتُ:** جنت. قرآن شريف ۾ بهشت لاءِ جنت جو لفظ استعمال ٿيو آهي، يعني "باغ" ۽ جابجا هيءُ لفظ بين اضافتن سان ڪم آيو آهي. مثلاً، جنت النعيم، جنت الخلد، جنت عدن وغيره. بهرحال هي دائمي مسرتن ۽ راحتن جو مقام آهي. انجيل ۾ هن لاءِ بظاهر حضرت عيسيٰ عليه السلام "آسماني بادشاهي" جو اصطلاح ڪم آندو آهي.

**ڀهشت جي دري:** انبس هاءِ وي تي پڳي ٽوڙهي وٽ رستي جي پر ۾ هڪ غار آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو بهشت جي دري چون ٿا، چوته ان غار مان تمام ٿڌي هوا ايندي آهي. جڻ ته ماڻهو ايئرڪنڊيشنر ۾ ويٺو هجي. عام عقيدتمندن اها ڳالهه عام ڪئي آهي ته هتي قلندر شهباز چلو ڪڍيو هو. اتي ڪن ماڻهن مسجد ٺاهي آهي. مسجد کي اهڙيءَ طرح ٺاهيو ويو آهي، جو غار مان اندران ايندڙ ٿڌي هوا جو ڪجهه مقدار مسجد ۾ داخل ٿي، ان کي ٿڌو ڪري ڇڏي. غار جو منهن 17 فوٽ ويڪرو ۽ چار فوٽ اوچو آهي. اونهاري ۾ جبل جا ماڻهو يا ايندڙ ويندڙ مسافر گهڙي سوا هن غار ۾ ويهندا آهن. بهشت جي دري ڪا عجيب شيءِ نه آهي. اُن غار ۾ جبل جي چوٽيءَ تان ڪنهن سوراخ مان هوا اندر داخل ٿئي ٿي. اڳتي هلي غار سوڙهن خانن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي ۽ هوا پٿرن سان لڳي ٿڌي ٿي هيٺ پهچي ٿي. اونهاري ۾ اها ٿڌڪار سياري جي ڀيٽ ۾ تمام وڌيڪ رهي ٿي. ڀلي ٻاهر گرميءَ جو پد 120 ۽ 125 ڊگريون فارن هائيٽ هجي، پر غار جي ٿڌڪار ايئرڪنڊيشنر جي ٿڌ جي برابر هوندي آهي. لڪي جبل جي ان غار جي ڀرپاسي ۾ اهڙا پنج ڇهه ٻيا غار به آهن. لڪي جبل جي هن حصي کي پکوٽوڙهو سڏيو وڃي ٿو. انگريزن هتي هل اسٽيشن به ٺاهي هئي، جيڪا هاڻي ڦٽي وئي آهي. ان غار کان ٿورو پريرو "پکو توڙهو ريلوي اسٽيشن" موجود آهي. بهشت جي دري "غار" جيتوڻيڪ قدرتي عمل جو حصو آهي، پر ان جي بيهڪ تي ٿورو غور ڪرڻ سان محسوس ٿيندو ته انساني هٿن، ان کي ڪوٺي خلاصو ڪري، رهڻ جي لائق ٺاهيو آهي.

**ڀهشت نامو (ڪتاب):** هن نالي سان ميان غلام عليءَ جو سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب آهي، جنهن جي قيمت سوا ڇهه آنا ڄاڻايل آهي. ليڪڪ، هيءَ ڪتاب اسلاميه پريس، لاهور مان سال 1892ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو جنهن جي قيمت ڇهه آنا ڄاڻايل آهي، سال 1894ع ۾ ڇپيو.

**ڀهشتِي**[1]: جَنتِي. پخالي. سنڌ جي شهرن ۽ ڪن ڳوٺن ۾ اڳ پخالي هوندا هئا، جيڪي درياهه، واهه، نهر يا کوهن تان پاڻي، پخالن ۾ ڀري گهرن ۾ پهچائيندا هئا. جيئن ته پاڻي پيارڻ، پاڻي پهچائڻ ثواب جو ڪم آهي، تنهنڪري پخاليءَ کي احترام مان "بهشتي" چيو ويندو هو.

**ڀهشتِي**[2]: تعلقي گهوڙبڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'بهشتي ارباب شر'، 'بهشتي ڪامل'، 'سردار خان ڪولاچي'، 'الهداد ڪولاچي'، 'ڏٽي بخش عارباڻي'، 'بهشتي لشڪر خان'، 'بارگاهه علي مراد ڪولاچي'، 'محمود گجر'، 'گرماڻي ڪولاچي'، 'چاڪر ڪولاچي'، 'فضل خان ڪولاچي'، 'علي نواز ملناس'، 'يونس مهر'، 'خدابخش ڪولاچي'، 'اسلام پور'، 'حاجي حسن ملاڻو'، 'غلام مرتضيٰ ڪولاچي'، 'بلوچ خان جلباڻي' ۽ 'حاجي محمد اُتر'.

**ڀهلان:** 'هالان' ۽ 'ڀهلان' به پاڻ ۾ سهتا ذات جا هئا. چڱا اثر رسوخ وارا ۽ جاگيردار هئا. جن هالان (=هالاڻي) ۽ ڀهلان (=ڀهلاڻي) نالي جدا جدا آمهون سامهون ڳوٺ آباد ڪيا هئا. اهي ٻئي ڳوٺ قديم زماني کان وٺي انهن ساڳين نالن سان سڏبا اچن ٿا. ڀهلان جي خاندان مان انگريزن جي پوئين دور حڪومت ۾ وڏيرو ولي محمد ۽ سندس پٽ محمود خان سهتو وڏا زميندار ٿي گذريا آهن. سندن لقب "جام" هو.

**ڀهلاڻي:** تحفة الڪرام موجب هالاڻي ۽ ڀهلاڻي آمهون سامهون به درياهي پٽڻ هئا. ڀهلاڻي شهر جي قدامت اها آهي ته جڏهن هتان درياهي وهڪرو وهندو هو ان وقت مکيه پٽڻ هو. مخدوم محمد دائود آگري، مدفون هالاڻي، ڪونڙي ڪبير جي تاريخ منظوم مثنويءَ ۾ لکي آهي، جنهن ۾ ڀهلاڻيءَ جو نالو به ڪم آندو اٿس. مخدوم صاحب ڏهين صدي هجريءَ جو چيو ٿو وڃي. ڀهلاڻيءَ کي ڏسڻ سان خبر پوي ٿي ته هيءُ شهر ڪيترائي ڀيرا ڦٽو ۽ اڏيو آهي، ڇاڪاڻ ته موجوده شهر هڪ دڙي تي آهي. پاڪستان کان اڳ هن شهر کي هڪ عالم پناهه هئي ۽ مکيه رستن تي شاهي دروازا لڳل هئا. شهر جون گهٽيون سوڙهيون ۽ ور وڪڙ آهن. ڏهين صديءَ ۾ هت هڪ وڏو بزرگ ۽

عالم مخدوم عبدالله آگرو رهندو هو. هن شهر ۾ قريشي، سهتا، ڏوڀل، سيد، ڏکڻ، مگڻهار، لوهر، ميربحر، چارڻ ۽ هندو رهندا هئا. هن وقت ڪمبوھ، تيلي، ڪشميري، آرائين، راجپوت ۽ سيال به اچي آباد ٿيا آهن. هت هاءِ اسڪول، هڪ مدرسو، هيلٿ سينٽر، يونين ڪائونسل آفيس ۽ فيلڊ اسسٽنٽ جي آفيس آهي. هتي سيد واليڏنو شاھ درويش مدفون آهي. هن شهر جا ٻه درويش، فقير الھ جيارو سهتو ۽ علي فقير ڏکڻ مشهور ٿي گذريا آهن. ڀلاڙي ڪافي پراڻي بستي آهي ۽ جيئن 'هالاڙي' (هالا ذات جي بستيءَ) تي نالو پيل آهي، تيئن ممڪن آهي ته ڀلاڙيءَ تي 'ڀريا' ذات جي پوئتان نالو پيو هجي. 'ڀريا' ذات به سهتن ۽ لاکن وانگر سنڌ جي هڪ آڳاٽي ذات آهي، ليڪن تلاش ۽ تحقيق موجب چچنامي واري ڀهراور بستي، موجوده ڀلاڙيءَ جي بستي ٿي سگهي ٿي. ڀلاڙيءَ جي پرسان پريا ذات نه، پر ڀَيا ذات وينل آهي. تاريخي لحاظ سان هيءَ بستي سهتن جي آباد ڪيل لڳي ٿي. ڀلاڙي شهر جي اوپر طرف انهيءَ پڙيءَ جا نشان به نظر اچن ٿا. انهن ڪنڊرن جي پرسان هندن جو هڪ مندر هو، جتي هر سال "شِوَجو ميلو" لڳندو هو. هندو ياتري پري پري کان اچي ان مندر ۾ مذهبي ڪرياڪرم ڪندا هئا، جنهن ۾ وڏا پڳت ۽ ڪٽڪ، پڳتيون وڄهندا هئا. سنڌو درياھ جا نشان به اتي نظر اچن ٿا. جڏهن ته هالاڙيءَ ۾ به ويساکي دربار جو ميلو لڳندو آهي ۽ ان حوالي سان اُتي مندر پڻ موجود آهي.

**ڀلاڙي**[2]: هن نالي سان تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديھ ۽ ڳوٺ موجود آهي. هن ڳوٺ ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ پرائمري اسڪول ۽ ڊسپينسري موجود آهن.

**ڀلڪاٽي**: هڪ قبيلي جو نالو. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديھ پڻ آهي.

**ڀلول**: عباسي دور ۾ ڪوفي ۾ رهندڙ هڪ شخص، ڀلول، جنهن جو ذڪر الجاحظ پنهنجي "ڪتاب البيان" ۾ ڪيو آهي. سندس چوڻ موجب هيءَ "ڀلول داناءُ" جي نالي سان مشهور هو. ڪيترائي ڪل پوڳ، جهڙا ٽوٽڪا ۽ حڪايتون ساڻس منسوب ڪيون وڃن ٿيون، جن ۾ ڏاهپ وارا نصيحت آموز نڪتا سمايل هوندا هئا. ڀلول دانا وڏو صاحب ڪرامت هو. سندس واقعن ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته پاڻ مامون جي زال کي جڏهن بشارت ڏنائين تڏهن مامون به گهر ڪئي، مامون کي جواب ڏنائين ته جنت جي بدلي ۾ سڄي بادشاهت کپي. مامون چيو ته ڀلول منهنجي زال کي هڪ هار جي بدلي ۾ ۽ مون کان سڄي بادشاهت پيو گهرين. ڀلول جواب ڏنو ته هن اٽڏئي تي ايمان آندو ۽ تو ڏسي پوءِ ايمان آندو. ڀلول جو دور 4 صدي هجريءَ/ ڏهين صدي عيسويءَ ٿي سگهي ٿو. بغداد ۾ ڀلول جي قبر جي ڪتبي ۾ 501 ھ/ 1107ع ڄاڻايل آهي، جنهن کي مجذوبن جو سلطان قرار ڏنو ويو آهي. ڀلول جو ڪردار، سنڌ جي وتائي فقير وارو آهي.

**ڀلولاڻي**: لغاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. جنهن مان مشهور عوامي شاعر حمل فقير ٿيو ۽ حمل فقير جو پوٽو ڀاول لغاري پڻ سلو شاعر. هن ڳوٺ جو رهاڪو هو جيڪو ڪجھ سال ٿيندا ته گذاري ويو آهي.

**ڀَلول لودي**: لودي گهراڻي جو باني بادشاھ "ڀلول لودي" 1451ع ڌاري دهليءَ ۾ جاتي هو اول سرهند جو حاڪم هو لاهور ۽ ديپال جي حڪومت ڪيس انعام طور ملي. دهليءَ جي سادات گهراڻي جي حڪومت ڪمزور ٿي ته ڀلول سمورا اختيار پنهنجي هٿ وس ڪيا. جنهن ڪانپوءِ لودي گهراڻي جي حڪومت شروع ٿي. هن 1488ع ڌاري علي ڳڙھ ويجهو جلاليءَ ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو دهليءَ ۾ درگاھ روشن چراغ رح جي پٺ سان مليل هڪڙي باغ جي اندر آهي.

**ڀليل شاھ**: ڀليل شاھ جي مزار، "چني" تعلقي جوهيءَ ۾ آهي، هتي هرسال ربيع الاول مهيني جي 14 ۽ 15 تاريخ تي عرس ملهايو ويندو آهي.

**ڀَهليم**: هن نالي سان هڪ ذات مشهور آهي، جنهن مان موروڙو ٿيو. جنهن "مڇ" کي ماريو هو سنڌ جي نسب نامي موجب "ٻاڇو" ۽ "ٻالاچ" ذات جا ڀهليم هئا. ٻالاچ مان "اوپايو" ٿيو جنهن کي ست پٽ ٿيا، ستين پٽ جو نالو "موروڙو" هو (وڌيڪ ڏسو "موروڙو")

**ڀَهليم**[2]: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هن نالي سان هڪ ديھ موجود آهي، جنهن ۾ 3 ڳوٺ آباد آهن. ساڳئي نالي سان تعلقي ميري خان جي ديھ "ڪور محبت" ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**ڀَهمَن**: ايران جي هڪ آڳاٽي بادشاھ جو نالو جنهن کي "اردشير" به چوندا آهن. هو 485 ق. م ۾ ڄائو دارا اعظم جو ڏوهٽو هو دارا اعظم جي وفات کان پوءِ ايران جو بادشاھ ٿيو ڀهمن کي 466 ق. م ۾ هڪ پهريدار قتل ڪري ڇڏيو. هن سنڌ ۾ ڀهمن آباد جي نالي سان شهر ٻڌايو جيڪو پوءِ "برهمڻ آباد" جي نالي سان مشهور ٿيو تفصيل لاءِ ڏسو "برهمڻ آباد".

**ڀَهمَڻ**: هڪ ذات جو نالو ضلعي سکر جي تعلقي پنو عاقل جي هڪ ديھ آهي، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ آباد آهن.

**ڀَهمَڻ**[2]: ساڳئي نالي سان لاڙڪاڻي ضلعي جي رتيديري تعلقي جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ موجود آهن: 'فيض محمد جيهو'، 'ٻڍو جيهو'، 'ڀهمڻ' ۽ 'ابڙاپوٽا'. جنهن ۾ بوائز پرائمري اسڪول ۽ گرلس مسجد اسڪول موجود آهي. سنڌ جو مشهور سياستدان ۽ اديب پير علي محمد راشدي ۽ سندس ڀاءُ ۽ سنڌ جو عظيم تاريخدان ۽ دانشور پير حسام الدين پڻ ڀهمڻ ڳوٺ جا رهاڪو هئا.

**ڀَهمَڻ**[3]: هڪ قسم جو پسارڪو وکر هيءَ لاهوري گجر جي شڪل جهڙي پاڙ آهي، جنهن جا ٻه قسم آهن: هڪ اڇو ڀهمڻ ۽ ٻيو ڳاڙهو ڀهمڻ. حڪيمن چواڻي دل ۽ دماغ لاءِ مقوي آهي. بدن کي ٿلهو ڪري ٿو.

**ڀهمڻ واھ**: هي اڳوڻي ضلعي نواب شاھ ۽ هاڻوڪي ضلعي نوشهري فيروز جو پراڻو واھ هو. جيڪو ديھ ديهات جو گهٽو حصو آباد ڪندو هو. ان کان علاوه ڪنڊياري ۽ ڪنبٽ تعلقي جي ديھ "خليفي مرياھ" جي ڪجھ حصي کي پاڻي ڏيندو هو. هيءَ واھ روينيوءَ سروي نقشن ۾ داخل آهي.

**ڀهَڻ**: هڪ ذات جو نالو. هن نالي سان تعلقي نري ميرواھ جي ديھ "تِليءَ" ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي. اُن کان سواءِ موري تعلقي ۾ به ڀهڻن جا ڳوٺ آباد آهن. رحمت الله ڀهڻ هن علائقي جو مشهور زميندار ۽ سياستدان آهي.

**ڀهَڻ**[2]: ساڳئي نالي سان ٻيو ڳوٺ تعلقي نري ميرواھ جي ديھ "بوزدار" ۾ آباد آهي. ضلعي سانگهڙ جهول جو نامور استاد، تعليمدان، اديب ۽ شاعر الهورايو اُداسي 'ڀهڻ' به هن ذات سان واسطو رکي ٿو.

**ڀَهَڻ/ ٻاهڻ**: هڪ قسم جو وڻ، جنهن جو ڪاٺ نرم ٿئي، جنهنڪري ان تي جنديءَ جو ڪم سُٺو ٿيندو آهي. هيءَ وڻ خاص ڪري جنديءَ جي سامان جوڙڻ ۾ ڪم ايندو آهي. هيءَ وڻ سڄيءَ سنڌ ۾، درياھ جي ڪچي واري ايراضيءَ جي ٻيلن ۾ ٿيندو آهي.

**ڀهڻ واري**: ضلعي سکر جي تعلقي روهڙي ۾ هڪ ديھ. جنهن ۾ فقط هڪڙوئي ڳوٺ "ڀهڻ واري" موجود آهي.

**ڀَٽي، ٻُوھڻ**: هيءَ نانگ جهڙي ڊگهڙي مڇي ٿئي ٿي، جنهن کي سنڌ ۾ گوج ۽ گوجيرو به چون ٿا. ڪراچيءَ جا رهواسي هن مڇيءَ کي 'سانپ مڇلي' يا 'بام مڇلي' چوندا آهن. هن مڇيءَ جو عام انگريزي نالو Eel آهي، پر ان جا ڪافي قسم ۽ جنسون آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ انهن مان هر هڪ جنس لاءِ ڪو جدا نالو مخصوص ٿيل نه آهي، پر انهن جا انگريزي ۽ سائنسي نالا الڳ الڳ

آهن. مثال طور: Spiny eel ،Peacock eel ،Zig-zag yellow tail eel وغيره. سنڌ ۾ ملندڙ اهي (۽ انهن جهڙيون ٻيون) مڇيون حياتياتي چارٽ ۾ مختلف



ترتيب (Order) جون آهن. انهن مان هڪ ترتيب جي مڇين جون ڪنيڙيون بلڪل غائب هونديون آهن ۽ بلڪل نانگ جهڙيون لڳنديون آهن. اهي ڪجهه وقت پاڻيءَ کان ٻاهر به رهي سگهنديون آهن. ٻيءَ ترتيب جي مڇين کي جسم جي پوئين اڌ ۾ پٺيءَ ۽ پيٽ تي قطار ۾ جهالر واريون ڪنيڙيون ٿين ٿيون. ڪن مڇين کي پٺيءَ تي آري نما ڪنڊا به ٿيندا آهن. هي مڇيون کائڻ ۾ لذيذ ٿين ٿيون. ڪراچيءَ جا ماڻهو شوق سان کائين ٿا.

**ٻهين:** ٻهين تعلقي ڏگهڙيءَ جي هڪ ديهه آهي.

**ٻئراج سيٽلمينٽ رپورٽون، سنڌ جا مختلف تعلقا:** هيٺ ڄاڻايل تعلقن جون رپورٽون، جيڪي ايڇ. ٽي لئمبرڪ جون لکيل آهن. اهي ڊبل رايل سائيز ۾ ڇپيل آهن. جيڪي هند سرڪار، ڪمشنر پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپايون. انهن مان هرهڪ جلد جي قيمت ڏيڍ، ٻه، اڍائي، ٽي آنا رکيل آهي. حالانڪ رپورٽن ۾ صفحا، ڪن ۾ ٿورا ۽ ڪن ۾ گهڻا آهن. پر قيمت ۾ گهٽ فرق نه رکيو ويو آهي. جيڪي رپورٽون دستياب ٿيون آهن. اهي هيٺ ڄاڻايل آهن:

رپورٽ تعلقو ٽنڊوالهيار. صفحا 68، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو ٽنڊو باگو صفحا 24، قيمت 2 آنا. رپورٽ تعلقو جوهي، صفحا 29، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو جيمس آباد، صفحا 23، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو حيدرآباد، صفحا 22، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو دادو، صفحا 24، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو ديرو محبت، صفحا 34، قيمت ٽي آنا. رپورٽ تعلقو ڏگهڙي، صفحا 32، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو رتوديرو، صفحا 32، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو روهڙي، صفحا 9، قيمت ڏيڍ آنو رپورٽ سامارو صفحا 34، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو سانگهڙ صفحا 26، قيمت ڏيڍ آنو رپورٽ سانگهڙ صفحا 14، قيمت ڏيڍ آنو رپورٽ تعلقو سانگهڙ صفحا 14، قميت ڏيڍ آنو رپورٽ سڪرنڊ. صفحا 34، قيمت ٽي آنا. رپورٽ تعلقو سکر صفحا 12، قيمت ڏيڍ آنو رپورٽ تعلقو سيوهڻ، صفحا 25، قيمت ڏيڍ آنو رپورٽ تعلقو شهدادپور، صفحا 68، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو عمرڪوٽ، صفحا 30، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو قنبر صفحا 29، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو ڪنڊيارو صفحا 38، قيمت ٽي آنا. رپورٽ تعلقو لاڙڪاڻو صفحا 24، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو ماتلي ۽ ڏيپلو صفحا 12، قيمت اڌ آنو رپورٽ تعلقو مورو صفحا 36، قيمت ٽي آنا. رپورٽ تعلقو ميرپورخاص، صفحا 28، قيمت ٻه آنا. رپورٽ تعلقو ميروخان، صفحا 28، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو ميهڙ، صفحا 30، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو نوابشاهه، صفحا 44، قيمت ساڍا ٽي آنا. رپورٽ تعلقو نوشهروفيروز، صفحا 42، قيمت ٽي آنا. رپورٽ تعلقو وارهه، صفحا 30، قيمت اڍائي آنا. رپورٽ تعلقو هالا، صفحا 30، قيمت اڍائي آنا.

**ٻئڪٽيريا:** ٻئڪٽيريا عام ٻوٽن کان بلڪل مختلف هڪ گهڙي وارا جاندار ٿين ٿا. هن جي ماپ تقريباً هڪ مائڪران ٿئي ٿي. هن ۾ عام طور تي سائو مادو، ڪلوروفل، نه ٿو ٿئي. هي پنهنجو کاڌو پاڻ تيار نه ڪندا آهن.



تنهنڪري هنن کي Hetero trophic چئبو آهي. ٻئڪٽيريا تمام ننڍا هوندا آهن. انهن کي گول بال، سيخ ۽ لڙهين وانگر شڪل ڏنل هوندي آهي. ٻئڪٽيريا جي گهرڙن جي بناوت تمام سادي ٿئي ٿي. هن کي نيوڪليئس ۽ ٻيون بناوتون نه هونديون آهن. زندگيءَ لاءِ هي فائديمند به هوندا آهن ته نقصانڪار به. نقصانڪار ٻئڪٽيريا ساهوارن ۾ مختلف بيمارين جو باعث بڻجندا آهن.

**ٻئنڊ:** ولائتي سازن جو جوڙ. ولائتي ساز تي واڄو ڪرڻ وارن جي ٽولي. ٻئنڊ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 15 کان 20 ميمبر ٿيندا آهن. جيڪي جدا جدا ساز وڄائي سازن جي صورت پيدا ڪندا آهن. ڀارت مان آيل مسلمان شادي مراديءَ تي ٻئنڊ وڄارائيندا آهن. ليڪن سنڌ ۾ روايتي مڱڻهارن جو مقرر ٽولو هوندو آهي، جنهن جي ترتيب ۽ تاثر اڳيان ٻئنڊ باجا هلي نه سگهيا. تنهنڪري هاڻي ٻئنڊ باجا سرڪس تائين ۽ ڪن مخصوص شادين تائين محدود ٿي ويا آهن. اڄ ڪلهه جي ٻئنڊ اصل فوجي سازينو آهي، جيڪو ڪوچ جي دوران وڄائيندا آهن.

**ٻئنڪ:** ٻئنڪ هڪ ڪاروباري ادارو آهي. ٻئنڪ جو رواج اٽليءَ کان شروع ٿيو جتي 'وينس' شهر واپاري مرڪز هو. واپارين جي سهوليت لاءِ ڪي شخص سينٽ مارڪ (St. Mark) جي چوسول تي پئسا رکندا هئا ۽ مختلف سڪن



بدلائي ڏيڻ جو ڪاروبار ڪندا هئا. ٻئنڪ کي اطالوي ٻوليءَ ۾ "بَينڪو" يا "ٻئڪو" چيو ويندو هو ان تان "ٻئنڪ" جو نالو نهيو جو اهو ڌنڌو انهن بينچن تي ويهي ڪندا هئا. اڄ سڄيءَ دنيا ۾ "ٻئنڪ" نالو رائج آهي. ٻئنڪ هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن ۾ ڪو به شهري امانت طور پنهنجا پئسا رکي سگهي ٿو ۽ اهو پئسو ٻن بنيادن تي رکيو ويندو آهي. هڪ ڪرنٽ اڪائونٽ ۾، جنهن مان ڪابه ڪٽوتي ناهي ٿيندي ۽ ٻيو نفعي نقصان جي بنياد تي جمع ڪرايو ويندو آهي. ٻئنڪون ماڻهن کي قرض به فراهم ڪنديون آهن. جيڪي صنعتي، زرعي، ڪاروباري ۽ ٻين مختلف بنيادن تي هوندا آهن. اڄ جي دور ۾ ٻئنڪ ۾ جديد ترين سهوليتون مثال طور ڪريڊٽ ڪارڊ، اي ٽي ايم، آن

لائين بئنڪنگ ۽ ڪال سينٽرس، يوٽلٽي بلن جي ادائگي وغيره مهيا ڪري رهيون آهن. بئنڪ جو نظام قديم بابلي تاريخ ۾ پڻ ملي ٿو. ان کان پوءِ يونان ۾ پڻ چوٿين صدي عيسويءَ ۾ بئنڪ جو نظام هلندڙ هو. سنڌ ۾ بئنڪن جي نظام جي شروعات 1858ع کان ٿي، جڏهن برطانيا حڪومت جي ڪوشش سان، ڪراچيءَ ۾ هڪ بئنڪ جي شاخ کلي. ان بئنڪ جو نالو ”آگره اينڊ ماسٽر مين بئنڪ“ هو، جنهن پنهنجي ايجنسي ڪراچيءَ ۾ قائم ڪئي. انهيءَ سال ”بئنڪ آف ڪراچي“ به قائم ٿي. مطلب ته 1886ع تائين ڪراچيءَ ۾ ڪيترين بين بئنڪن جون برانچون کليون. 1920ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪوآپريٽو بئنڪن جي شروعات ٿي. بئنڪن جي قيام سان، ڪراچيءَ جي ڪاروباري ۽ صنعتي ماڻهن لاءِ قرض حاصل ڪرڻ سان گڏ پنهنجي سرمائي جي حفاظت جي سهوليت به مهيا ٿي. هن وقت سڄي پاڪستان جي سمورن صوبن وانگر سنڌ جي هر وڏي ننڍي شهر ۾ مختلف بئنڪون کلي چڪيون آهن.

**ٻي آباد:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ”مغل“ ۽ ”شاهن ڪلهوڙي“ جا ڳوٺ شامل آهن.

**بَيابانُ:** صحرا، رڻ پٽ. هيءُ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو اصل مفهوم آهي، اها وارياسي زمين، جنهن ۾ پاڻيءَ جو نالو نشان به نه هجي. سڃ وارو ميدان، جنهن ۾ وڻ ٽڻ نه هجي.

**بياراڻي:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’ٺٺون مهرو ماڙي‘، ’هيرالدين جهانگواڻي‘، ’اوڏاڻو‘، ’ڪرنل اسماعيل‘، ’بيگ چاچڙ‘، ’رئيس الهوڏايو چاچڙ‘، ’حاجي جلال الدين‘ ۽ ’ڳڙهي ٽڳو‘.

**بياسِ:** پنجاب جي پنجن ندين مان هڪ ندي، جيڪا سنڌو درياهه جي پرتي ڪنڌڙ شاخن (tributaries) مان آهي. هيءَ ندي، ڀارتي پنجاب جي هڪ ندي آهي، جنهن جو منڍ ڪوهستان شملي ۾ 13250 فوٽ بلنديءَ تي آهي. هيءَ ندي ڏکڻ الهندي طرف وهندي جالنڌر ۽ امرتسر جي وچان وهي ”هَريءِ جي



پَتڻ“ وٽ، جيڪو قصور (پاڪستان) کان ٿوري پنڌ تي ايرندي طرف آهي، ستلج نديءَ سان گڏجي ٿي. هن نديءَ جي ڊيگهه 295 ميل آهي. ان کان پوءِ ان جو ڀيڪو نالو ستلج ٿي آهي.

**بياض:** اهو ڪتاب يا دفتر، خاص نڪتن، مسئلن يا شعرن جي ڪتاب کي بياض سڏيو ويندو آهي.

**بياض مير ”مائل“**(ڪتاب): هيءُ ڪتاب ننڍي سائيز جي تقريباً 200 ورقن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو ليکڪ مير غلام علي مائل آهي. تمام باريڪ شڪستہ خط ۾، مير صاحب جي پنهنجي هٿ اکرين لکيل آهي. هن وقت اهو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ملڪيت آهي. منجهس قصيدا، منقبت، نعتون، سلام، تاريخي قطعا ۽ متفرق شعر جمع ڪيل آهن ۽ نهايت سليقي، قرينې ۽ ترتيب سان لکيا ويا آهن. ڪاغذ تمام پراڻو ٿي چڪو اٿس ۽ هٿ لڳڻ سان پيو ڀُري. هيءُ بياض فارسي ٻوليءَ ۾ آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇاپيو ويو آهي.

**بياض نظامي**(ڪتاب): غلام احمد نظاميءَ جي شاعريءَ جو هيءُ بياض، غلام اصغر وندير ترتيب ڏني، 1948ع ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ، لاڙڪاڻي پاران ڇپايو هو. ڪچي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت ساڍا چار رپيا آهي. ڪتاب ۾ 226 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، ڊيمي سائيز اڇي ڪاغذ سان. الوحيد پريس، ڪراچيءَ مان سال 1948ع ۾ ڇپيو.

**بياض نظامي**[2](ڪتاب): هن نالي سان ٻيو ڪتاب به غلام احمد نظاميءَ جي ڪلام جو مجموعو آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 152 صفحا ڇاپايل آهن. ڇاپو پهريون، مصنف خود، عزت خان مدد خان ليٿو پريس، ڪراچيءَ مان سال 1937ع مان شايع ڪرايو.

**بيان العارفين** (ڪتاب): محمد رضا ٺٽويءَ جو قلمبند ڪيل فارسي ڪتاب. هيءُ ڪتاب 1038هه/ 1628ع ۾ ٺٽي جي مؤرخ ۽ شاعر محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي ٺٽويءَ فارسي زبان ۾ تاليف ڪيو جنهن ۾ سنڌ جي مشهور بزرگ شاعر ميين شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام، ارشادات ۽ احوال ڏنل آهي. مصنف سچو رسالو رجب مهيني 1038هه/ 1628ع ۾، يعني شاهه ڪريم جي وفات کان فقط ڇهه ورهيه پوءِ، سندس گادي نشين سيد دين محمد شاهه جي ڏينهن ۾ لکي پورو ڪيو اهو رسالو سال 1210هه/ 1795ع تائين گمناميءَ جي گوشي ۾ هو. پوءِ عبدالرحمان بن محمد ملوڪ ڪاٽ ٻانڀڻ ڪي هٿ آيو ساڳئي سال جي مهيني ربيع الاول، تاريخ پهرين، ڏينهن اگاري جي، ان ڪي سنڌيءَ ۾ آڻڻ شروع ڪيائين ۽ تاريخ 20 ڏينهن جمعي مهيني ربيع الاول سال 1213هه/ 1798ع ۾ ان جا 11 باب جوڙي راس ڪيائين. باقي پنج باب ڪڏهن تمام ڪيائين، تنهن جي تاريخ نه ڏني اٿس. سال 1293هه/ 1876ع ۾ مخدوم عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم نورنگ پوٽي ڪي خيال پيو ته ڪو سلوڪ جو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپايان. نيٺ هڪڙي ڏينهن مٿئين عبدالرحمان جي جوڙيل ”سنڌي بيان العارفين“ جو ٻيو جلد هٿ آيس. عبارت اهڙي طويل هئي، جو منجهانئس مطلب ڪڍڻ مشڪل هو. تنهنڪري ڇپائڻ جو خيال ڇڏي پهرئين جلد لاءِ پنهنجن دوستن کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳو. تان جو سندس هڪ دوست فقير ميان حاجي عبدالله جت سالاراڻيءَ ڪيس اهو مسودو گهڻي ڪوشش بعد ڪڇ ملڪ مان هٿ ڪري ڏنو. پر ان جي عبارت به اهڙي هئي، جهڙي ٻئي مسودي جي. هڪڙي ڏينهن سيد محمد صلاح سجاده نشين درگاهه بلڙيءَ جي حضور ۾ ويٺو هو ته بيان العارفين جو ذڪر ڇڙيو تڏهن پيرصاحب ڪيس پنهنجي وڏي ڏاڏي جي رسالي جو حق ملڪيت ۽ تلافي بخشي، ڇپائڻ جو تاڪيد ڪيو ٻه ٿي خط عالم رباني قاضي ميان عبدالرحيم ڪوٽ عالمي واري وٽان انهيءَ باري ۾ پهتس. پوءِ اگرچه فراغت نه هيس، ته به خير جو ڪم ڄاڻي، ان ڪي لڳي ويو. عبارت ۾ ڪاٽ ڪوٽ ڪيائين. پوءِ جوڙي ٺاهي اهل الله ڪي ڏيکاريائين، جن ڪي پسند پيو تڏهن بمبئيءَ ۾ وڃي، مطبع مرغوب، هرديار ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين. هيءَ عبارت مخدوم عبدالصمد جي آهي. پاڻ قبوليو اٿس ته اصل مضمون کي مختصر ڪرڻو پيم. افسوس جو ائين ڪرڻ ڪري سندس خيال جي برعڪس ڪتاب ۾ وڏا نقص ۽ خاميون رهجي ويون. حيرت آهي ته مرزا قليچ بيگ جهڙي عالم ۽ فاضل کان اهي ساڳيون غلطيون ڪيئن سرزد ٿيون. سندس چوڻ موجب، وٽس خود مصنف جو دستخطي نسخو ۽ ٻيا نسخا موجود هئا، جن ڪي پيٽي 1904ع ۾ ”رسالو ڪريمي“ ڇپايائين.

سارو مصالحو فقير ڏٿيءَ پرتي بلڙيءَ واري جي "بيان العارفين" جي اتاريل نسخي مان کنيو ڪيو ويو آهي. جيڪو هن تاريخ 15 صفر 1196هه/ 1781ع ۾ ٽيهريءَ وقت لکي پورو ڪيو. محمد رضا وارو اصلوڪو نسخو گم ٿي ويو هو پر اتفاق سان ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم کي معلوم ٿيو ته اهو نسخو دڙي شهر جي مشهور حڪيم سيد احمد شاهه وٽ موجود آهي. هاسيڪار ڊاڪٽر مرحوم سال 1935ع جي مئي مهيني ۾ بلڙيءَ جو سفر ڪري اتي پهتو. جتي پيرصاحب غلام حيدرشاهه سجاده نشين درگاهه بلڙيءَ واري جي مدد سان دڙي شهر ۾ ويو، سيد احمد شاهه کان "بيان العارفين" جو اصل ترجمي وارو نسخو حاصل ڪيو ۽ اتي جو اتي پيٽ ڪري ڏٽين کي واپس ڪيو. ڊاڪٽر مرحوم دائودپوٽي جو ڇپايل اهو نسخو "شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" (بيان العارفين وتنبيهُ الغافلين" تان ورتل) جي نالي سان جون 1937ع ۾ پيپلز اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، الهندي ڪچي، حيدرآباد سنڌ مان ڇپيو ۽ مولوي عبدالصمد شريف الدين، پروپرائيٽر قيمه پريس، پينڊي بازار، بمبئيءَ مان شايع ڪيو جنهن ۾ هن بيان العارفين ۾ آيل سنڌي بيتن جي معنيٰ ۽ تشريح کي شامل ڪيو ۽ ان اشاعت سان ڪتاب 'بيان العارفين' جو نالو وڌيڪ مشهور ٿيو بيان العارفين پهريون ڀيرو سڄو سربستو، صحيح سنڌي ترجمي جي صورت ۾ ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، سوڙي سنواري، روان سنڌي ترجمي سان 2002ع ۾ اوقاف کاتي ۽ "علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت" پاران پڌرو ڪيو ويو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

**ٻيبرڪ:** رڍن جو هڪ نسل. بلوچستان جي سبي، مري، بگٽي ۽ لورالائي علائقن ۾ 'ٻيبرڪ' رڍ جو نسل عام آهي. قد وچولو، رنگ ۽ دنب سفيد، مٿو ڪارو يا ڀورو، ڪن ننڍا، نر کي سڱ ٿيندا آهن. پيٽ ننڍو ۽ ويڪرو. گوشت لذيذ. اُن جي تند ننڍي ۽ سخت وارن جهڙي، اُن صاف ۽ سفيد. ساليانو اُن جي پيداوار ڏيڍ ڪلوگرام هوندي آهي. رڍون گوشت، اُن ۽ کلن لاءِ پاليون وينديون آهن.

**ٻيبي بتول:** شاهه حبيب کي ٻه نياڻيون هيون. يعني اهي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جون ڀينرون هيون. جن مان هڪڙيءَ جو نالو ٻيبي بَتُول هو جيڪا مٽياروي سيدن جي موسيٰ پاڙي ۾ ڏنل هئي. سيد موسيٰ جي پاءِ سيد عيسيٰ جو اولاد، 'عيسيٰ پوٽن' جي پاڙي مان محمد حافظ شاهه جي پٽ کي پرڻايل هئي.

**ٻيبي جمال خاتون سيوستاني:** هيءَ ٻيبي عالم اسلام جي مشهور عارف، ميان مير سنڌي (لاهوريءَ) جي ڀيڻ هئي. نهايت ئي عارفه ۽ زاهده هئي. علم، ترڪ ۽ توڪل ۾، ٻيبي رابعه بصريءَ جي برابر هئي. هن تعليم، تصوف ۽ تجريد جي راهه رسم، پنهنجي والده سگهوريءَ ۽ سڳي ڀاءُ کان حاصل ڪئي. ٻيبي صاحبه درس ۽ تدريس جو ڪم پنهنجي گهر ۾ ڪندي هئي. سال 1049هه/ 1639ع ۾ وفات ڪيائين.

**ٻيبي حوا ٻائي:** ٻيبي حوا ٻائي پنهنجي خيالن جو اظهار شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. هن ڪافيون چيون آهن، جن ۾ فقيريءَ ۽ فراق جو رنگ غالب آهي. هيءَ شاعره 30- 1920ع ڌاري ٿي گذري آهي. سندس ڪجهه ڪلام ڪافين جي ڪتاب ۾ ڇپيل آهي.

**ٻيبي خيرالنساءِ:** مير فتح علي خان ٽالپر جي والده ٻيبي خيرالنساء، جنهن کي احترام وچان ٻيبي خيران يعني خير ڪندڙ، سخياڻي، سڏيو ويندو هو. ٻيبي صاحبه سخياڻي، رحمدل ۽ وڏي خيرڏياڻي هئي. هن ڪيترين مسجدون ۽ مدرسا ٺهرايا. حيدرآباد شهر جي ميان فقير جي پڙ ۾ "مائي خيريءَ جي مسجد" به هن ئي ٻيبي صاحبه جي جوڙايل آهي. تعليم سان سندس شوق هو هڪ عاليشان مدرسو قلعي جي دروازي جي ويجهو تعمير ڪرايائين، جنهن ۾ مفت تعليم ڏني ويندي هئي. شاگردن ۽ استادن جي ماني ۽ ڪپڙي لٽي جو سڄو خرچ پاڻ برداشت ڪندي هئي. ٽالپر شهزادين ۾ جيڪا تعليم آئي، سا به هن برگزيده مائيءَ جي بدولت آئي. مرحومه پهرين تاريخ رمضان 1222هه/ 1807ع ڌاري، رات جي وقت انتقال ڪيو ان جي وفات تي مير مائل طويل قطعو چيو آهي. ٻيبي خيري جي قبر خداآباد ۾ مير فتح علي ٽالپر جي هجري ۾ آهي. ٻيبي خيري جون تصنيفون پڻ ٽالپر ڪتب خاني ۾ موجود آهن، جن ۾ هي ڪتاب ناياب آهن. 1) يادگيريون (فارسي)، 2) تعقيبات پنجگانه (عربي)، 3) زيارات معصومين عليهم السلام (عربي چهارده معصومين عليهم السلام جون زيارتون ۽ تشريح فارسي ۾).

**ٻيبي رابعه بصري:** 717ع ۾، ڏکڻ عراق جي علائقي ۾ پيدا ٿيندڙ ٻيبي رابعه بصريءَ جو نالو اسلام ۽ تصوف جي فڪر جي حوالي سان سرفهرست هو. پاڻ هڪ غريب گهراڻي ۾ ڄائي ۽ غلام طور وڪي وئي. توڙي جو 622ع ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم عرفات جي ميدان ۾، پنهنجي آخري خطبي ۾ رنگ، نسل، ذات پات ۽ مت ڀيد واري فرق کي مسترد ڪري ڇڏيو هو، پر تنهن هوندي به اسلام جي ظهور کان پوءِ 100 سالن تائين، ڪابه مسلمان عورت، مذهبي اڳواڻ نه ٿي سگهي. ٻيبي صاحبه اسلامي دنيا جي اها پهرين مسلمان عورت اڳواڻ هئي، جنهن اسلام اندر صوفي ازم جي فڪر کي اجاگر ڪيو. سندس تصوف جو اهو فلسفو ٽن بنيادي نڪتن تي هو: (1) صدق ۽ وحدت جي توثيق، (2) ڪامل ڀروسو ۽ توڪل ۽ (3) عارفاڻي وحدت ۾ "فنا". ٻيبي رابعه بصري، اها صوفي عورت هئي، جنهن لاءِ مشهور هو ته جڏهن ڪائنس پڇيو ويو ته: "ڇا تون شيطان سان نفرت ڪرين ٿي؟" ته جواب ڏنائين: "نه! ڇاڪاڻ جو آءٌ يادِ الاهيءَ ۾ ايتري ته مصروف آهيان، جو مون کي شيطان جي باري ۾ سوچڻ جو موقعو به نٿو ملي". ان سلسلي ۾ سندس وڌيڪ چوڻ هو ته "خدا کان پوءِ بڇي ڪنهن سان عشق ڪرڻ جو مطلب ان کي خدا ڪري مڃڻ جي برابر آهي." ان بنياد تي ئي هن "فنا في الله" يعني محبوبِ حقيقيءَ سان عشق ۾ ذات جي فنا جو فلسفو ڏنو. شايد اهوئي سبب آهي، جو اسلامي دنيا جي هن خاتون مذهبي اڳواڻ، پاڻ کي خدا سان محبت واري جذبي ۾ ايڏو فنا ڪري ڇڏيو جو هن تاحيات شادي نه ڪئي. سندس وفات 801ع ڌاري بصري ۾ ٿي.

**ٻيبي رابعه بصري**[2](ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب مخدوم محمد صالح ڀٽيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٽيون، سنڌي ساهتيه سوسائٽي، ڪراچي، فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1951ع ۾ ڇپايو.

**ٻيبي راستي:** موري شهر جي قاضي خاندان مان مخدوم محمد يوسف هڪ ناميارو بزرگ هو. ٻيبي راستي انهيءَ مخدوم محمد يوسف جي ڌيءَ هئي. پاڻ وڏي معرفت ۽ ولايت واري هئي. زندگيءَ توڙي موت کان پوءِ سندس ڪرامتون ۽ نيڪناميون مشهور آهن.

**ٻيبي راڻي رونجهي جو مقام:** هيءَ مقام محراب پور، تعلقي سڪرنڊ، لڳ ڪچي ۾ بند جي اندران، ٻيبي رونجهيءَ واري ڀِٽي تي موجود آهي، جتان ماٺهو سن شهر ويندا آهن. پاڻيءَ جي ٻوڏ ۾ به هيءَ مقام سلامت رهندو آهي. هتي هر مهيني جو چوڏهينءَ جي رات جنات جا مريض پري پري کان ايندا آهن ۽ شفاياب ٿيندا آهن. هن وقت محرابپور وارو ٻيلو ختم ٿي وڃڻ ڪري هن مقام جي اصليت کي ڪافي ڌڪو رسيو آهي.

**بيبي مُغلِي ۽ بيبي مُرڪي:** اهي ٻئي ڄڻيون سنڌ جي سمي حاڪم، جام جوڻي جون نياڻيون هيون. جيڪي گجرات جي شاهي گهراڻي ۾ پرڻيل هيون. بيبي مغليءَ جو سڱ سلطان محمد گجرات جي واليءَ سان ٿيو ۽ بيبي مُرڪي، شاهه عالم سان پرڻائي وئي. بيبي مغليءَ مان سلطان محمد کي، رمضان مهيني 849هه/ 1445ع ۾، فتح خان نالي پٽ ڄائو، جيڪو اڳتي هلي سلطان محمود بيگڙي جي نالي سان گجرات جو بادشاهه ٿيو.

**بيبي نوتڪاڻي ٻلين واري:** بيبي نوتڪاڻي، خيرپور رياست جي ٽالپر حڪمران گهراڻي جي راڻي هئي. کيس ٻلين پالڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. 200 کن ٻليون ڏاريل هُيس. ٻلين کي سونا پنڙا، سونا والا ۽ سونا گهڻ پارائيندي هئي. خيرپور ۾ بيبي نوتڪاڻيءَ جون ٻليون مشهور آهن. روايت آهي ته جڏهن بيبي صاحبه گذاري وئي، ته ٻليون سندس لاش ڪڻڻ نه پيون ڏين. پوءِ ٻلين کي هڪ ڪمري ۾ گوشت اڇلي بند ڪيائون ۽ بيبيءَ جو لاش کنيو ويو. اهي ٻليون اڇيون ۽ وڏن ٻُجن واريون هيون. گهڻو ڪري اهي ڪابل مان آنديون ويون هيون.

**ٻيياڻ:** 'ٻيياڻ' تري شاديءَ جو ڳيچ آهي. هيءُ رخصتيءَ جو گيت آهي. جڏهن گهوٽ، ڪنوار کي وٺي ڄڃ سميت روانو ٿيندو آهي، تڏهن ڪنوار جون ساهيڙيون ۽ ٻيون عورتون گڏجي ڳائينديون آهن. جڏهن ڪنوار مائٽاڻو گهر ڇڏي رواني ٿيڻ جي تيارين ۾ هوندي آهي، تڏهن هڪ جيڏيون گڏجي گيت ڳائينديون رهنديون آهن. 'ٻيياڻ' اصل ٻيبان = بيبي آهي، جيڪو ڪنوار لاءِ عزت پريو لفظ آهي. ٻيياڻ جا ٻول هن طرح جا آهن:

وراڻي:

ڄونري تو ماٿي سائي نيلِ او ٻيبيان
اَڄيمت ٻيبيان مان ڏيلاڙان
سڄي سڳوري نان ڏان ڏيلاڙان
سڄي سڳوري نان ڏان ڏيلاڙان
اي ڄونري! تومٿان سائي نيل او ٻيبيان!

[ اي ٻيياڻ ذات جي عظمت، توکي عزت ڏياريان توکي بيبي فاطمه سڳوري کان انعام ڏياريان. ]

**بيت:** سنڌي شاعريءَ جي سيني صنفن ۾، بيت قديم ترين صنف آهي، جيڪا هزارين سال اڳ موجود هئي.

قديم دور ۾ ڌرم ڪرم جي سکيا لاءِ گهڻي انداز ۾ پاٺشالائون هونديون هيون، جن ۾ 'پروهت' ڌرمي سکيا جا ٻول، سکيا وٺندڙن کي گهڻو ڪري زباني ياد ڪرائيندا هُئا. اُهي ٻول يا جملا ۽ اشلوڪ ڪهڙيَ نالي سان سڏيا ويندا هئا ۽ انهن جو گهاڙيٽو ڪهڙو هو؟ سا خبر ناهي.

البت موجوده لفظ "بيت"، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين جي بقول اصل ۾ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو سنڌ ۾ عربن جي حڪومت واري زماني (1050ع -712ع) ۾ عام مروج ٻن سٽن واري شعر لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو. اُن کان اڳ، ٻن سٽن واري شعر کي اشلوڪ، سوٽر سورٺو يا دوهو چيو ويندو هوندو. حالانڪ 'اشلوڪ' ۾ ٻن سٽن واري پابندي لازمي نه هوندي آهي ۽ وڌيڪ سٽون پڻ هونديون آهن. جڏهن ته سوٽر ۾ هڪ سٽ ٿيندي آهي.

بيت بابت ٻي راءِ اها آهي ته اُهي دوهي ۽ سورٺي جي ميل مان نهيو آهي. اوائلي بيت ٻن سٽن جو هو ۽ بعد ۾ ان ۾ سٽن جي واڌ ايندي وئي. بهرحال، بيت پنهنجي ساديءَ سٽاءَ جي مسلسل استعمال جي ڪري، نه فقط پنهنجي وجود کي قائم رکيو پر سنڌي شاعريءَ جي اوسر ۽ عروج لاءِ به نهايت مؤثر ذريعو بڻيو.

واديءِ سنڌ جي ٻولي، سموري واديءَ ۾ ڌار ڌار لهجن ۾ ورهايل هئي، جنهن ۾ موجوده سنڌ، پنجاب، بلوچستان، ڪڇي- گنداواهه، لس ٻيلي، مڪران، سرائڪي پٽي ۽ ديراجات جون ٻوليون: مارواڙ، ميواڙ، جيسلمير، بيڪانير، هرياڻا، ڪشمير، داردستان، گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جون ٻوليون شامل ڪري سگهجن ٿيون.

ماضيءَ کان، اڄ تائين "بيت" طويل سفر ڪري اسان تائين پهتو آهي. انهيءَ سفر ۾ مختلف ٻولين ۽ اُنهن جي سماج مان بيت جو گذر ٿيو ۽ اهوجدا جدا تهذيبي ۽ ڌرمي متن جي تعليمي روين کان متاثر ٿيو ڪيترين ئي فڪري ڌارائن مان سيراب ٿيندي، مڪمل طرح جملي رعنائين، سهڻاين ۽ خوبين سان سينگاريل، هن وقت اسان جي آڏو موجود آهي. انهيءَ سموري سفر جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

عيسوي سن کان 15 سئو سال اڳ واديءَ سنڌ ۾ آرين جي موجودگي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جن پنجاب ۽ سنڌ جي دريائي ڪنارن تي رهائش اختيار ڪئي. آريا، هتي اصلوڪن رهاڪن سان ميل جول کان پوءِ وچي، گنگا ۽ جمنا ندين جي ڪنارن تي رهيا. آرين انهيءَ دؤر ۾ پنهنجن ڌرمي اشلوڪن ۽ ساراهه جي گيتن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ قلمبند ڪري، انهن کي "ويدن" جو نالو ڏنو ويدن ۾ گهڻو ڪري ديوتائن جي ساراهه جا گيت ۽ ڌرمي ڪرياڪرمن بابت سمجهاڻي ڏنل آهي.

**سنڌي بيت جي اوسر:** مٿئين تفصيل مان معلوم ٿيندو ته سنڌي ٻولي اتر- الهندي هندستان جي خطي جي جائي، واديءَ سنڌ جي تهذيب سان گڏ وجود ۾ آئي، وڌي ويجهي ۽ ان ۾ بتدريج ترقي ايندي رهي. ان وقت ڌار ڌار لهجن جا ڌار ڌار نالا هئا. راجستان ۾ رائج سنڌيءَ جي لهجي کي "اپيرنش" چيو ويندو هو. پر واديءَ سنڌ جي ڏاکڻين حصن ۾ رائج سنڌي ٻولي، ستين صدي عيسويءَ ڌاري، مڪمل ٻوليءَ جي حيثيت سان نکري نروار ٿي. ان کان پوءِ تاريخي لحاظ کان، سنڌي ٻوليءَ کي چئن دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو جنهن مان ان جي ادب جي اوسر تي روشني وجهي سگهبي.

**(1) 700ع کان اڳ وارو دؤر:** پهرين صدي عيسوي ۾ سنڌي ٻوليءَ تي پالي پراڪرت ٻوليءَ جو اثر پيو ان پالي محاوري جي ذريعي سنسڪرت جا ڪافي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيا. ان کان علاوه عيسوي پهرين صديءَ کان وٺي ستين صديءَ تائين ايراني، يوناني، ترڪي ۽ داردي ٻولين جو پڻ سنڌي ٻوليءَ تي ڪافي اثر پيو سنڌي ٻوليءَ جي ذاتي اصليت خواهه تاريخي حقيقت، سنسڪرت ۽ ان جي پراڪرت ٻولين کان بلڪل نرالي هئي. ان جي ڪن دورن ۾ 'اپيرنش' ۽ 'وراچڊ اپيرنش' جي نالن سان به سڃاتپ ٿي. بهرحال ڏهين صدي عيسويءَ ۾ ان جي موجوده صورت نظر اچي ٿي.

هن دؤر ۾ سنڌي ٻولي نحوي اعتبار کان ادبي ٻوليءَ جو روپ وٺي چڪي هئي. سنڌ جي جوتش، طب وغيره تي تحريري مواد جا حوالا عربي ڪتابن مان ملن ٿا. خاص طرح راءِ گهراڻي جي دور ۾ جيڪي سنڌي ٻوليءَ جا منظوم قصا لکيا ويا، تن جو رسم الخط برهمي ۽ ناگري هو. پر ٻولي گهڻي قدر موجوده سنڌي ٻوليءَ واري هئي. انهيءَ لحاظ سان اهو دور سنڌي بيت جي شروعات وارو دور ڪري ليکيو ويو آهي.

(2) ٻيو دؤر 700ع کان 1300ع تائين، (3) ٽيون دؤر 1400ع کان 1600ع تائين، (4) چوٿون دؤر 1700ع کان ورهاڱي تائين. هيٺ هرهڪ دؤر جو ذڪر ڪجي ٿو:

**ابتدائي دؤر:** هن دؤر جي سنڌي ٻولي، گرامر جي ذخيري ۽ سِٽاءَ جي لحاظ کان مڪمل ٻوليءَ جي صورت وٺي چُڪي هُئي، البت ڪن لفظن جي گهاڙيٽي ۾ اپيرنش ۽ لهندا ٻولين جي جهلڪ نظر اچي ٿي. ان دؤر جي سماجي اٿل پٿل به

ٻوليءَ تي تمام گهڻو اثر انداز رهي. هن دؤر ۾، خاص ڪري سنڌي ادب ۾ ٿي اضافا نظر اچن ٿا.

(الف) سوتر، ڳاهون، سينگار جا بيت، مذهبي گيت، نظم ۽ بيت. هر سوتر، ڳاهه، مذهبي گيت ۽ نظم بذات خود مڪمل گيت هوندو هو. گهڻا ماڻهو گڏجي گيتن کي سُر سان ڳائيندا هئا. انهن گيتن ۾ زندگيءَ جو سادو سودو فلسفو لڪل هوندو هو. انهن گيتن ذريعي انسانيت ۽ همدرديءَ جا جذبا اُڀاريا ويندا هئا. انهيءَ دور ۾ هيمچندر (1088ع- 1179ع) نالي هڪ ودوان اتر-الهندي هندستان جي ادبي ٻوليءَ جو گرامر لکيو. ان ۾ هن جيڪي دوها مثال طور پيش ڪيا، تن مان ٻارهين صدي عيسويءَ جي ٻوليءَ جو اندازو لڳائي ٿو هن ٻوليءَ مان هيمچندر ۽ ٻين نحوين، سنڌي ٻوليءَ جي بيتن جو گمان ڪيو آهي. ليڪن ان کان اڳ راءِ گهراڻي توڙي برهمڻ گهراڻي جي دور جي ٻوليءَ مان آوازن، لفظن جي گهاڙيٽي ۽ صرفي نحوي سٽاءَ ۽ ادبي صنفن جي باري ۾ توڙي سنڌي ٻوليءَ جي لغات بابت معلومات ملي ٿي. اهو دؤر سومرن جي حڪومت کان اڳ جو دور چئي سگهجي ٿو. سومرن جو دور (1010ع کان 1349ع)، جيڪو پوءِ وقت گذرڻ سان پنهنجي هيئت ۽ سٽاءَ توڙي معنيٰ ۽ مقصد جي لحاظ سان ارتقائي دور طئي ڪري، موجوده اعليٰ سطح تي پهتو. انهيءَ ارتقائي سلسلي جا ٻه مکيه پهلو هئا: هڪ طرف عارفانه ۽ اخلاقي شاعريءَ "بيت" کي وڏي اهتمام ۽ احتياط سان نڀايو ۽ ان کي انساني زندگيءَ جي ڳوڙهن نڪتن ۽ اعليٰ مقصدن جي تشريح جو ذريعو بنايو. ته ٻئي طرف وري عوامي شاعريءَ ان کي عام قصن، ڪهاڻين جي بيان ۽ تفصيل واسطي هڪ مؤثر ۽ عام مقبول ذريعو بنايو. اهڙيءَ طرح بيت ترقي ڪري، ڳوڙهي فڪر ۽ خيال توڙي عام ڳالهه جي تفصيل ۽ بيان جي اظهار لاءِ معياري ماڻ بنيو. عارفانه ۽ اخلاقي شاعريءَ کي عالمن، مفڪرن، فقيرن ۽ ولين اوج تي پهچايو. انهن پنهنجي علمي ۽ ادبي ڄاڻ جي بناءَ تي هن صنف کي ان جي تاريخي اصليت جي لحاظ کان "بيت" سڏيو. عوامي قصن ڪهاڻين خاطر جوڙيل بيتن کي ڳائڻ خاطر منظوم ڪري، انهن کي عام ڪچهرين ۾ ڳايو ويو. انهيءَ ڪري ان کي "ڳاهه" سڏيو ويو. قصن ڪهاڻين جي انهيءَ مواد ۾، جيڪو هن موجوده دور ۾ قلمبند ڪيو ويو آهي، ڪن ڳاهن جي سٽاءَ ۽ ٻوليءَ مان گمان نڪري ٿو ته اهي سومرن جي دور جون ٿي سگهن ٿيون. عارفانه اخلاقي شاعريءَ جي سلسلي جا آڳاٽا ۾ آڳاٽا "بيت" 1349ع کان 1500ع جي دور جا آهن. بهرحال عارفانه ۽ اخلاقي شاعريءَ وارا "بيت" توڙي اهي ٻيا منظوم جملا يا 'بيت' جيڪي ڳاهن طور يا ڳيچن جي ٽلهه طور استعمال ٿيا آهن ۽ جن جي اسلوب بيان مان قدامت جو گمان نڪري ٿو سي پنهنجي اصلي ۽ بنيادي سٽاءَ مطابق ٻه- تُڪا آهن. مثلاً:

اڪ نه ڪجي ڏنڌڻو سپ نه ڪائجي ماهه

ات نه لائجي نيهڙو. جتي جيءَ وڻاهه.

سومرن جي راڄ جي پهرئين دور (1010ع کان 1026ع)، ۾ قديم سنڌ (ملتان سميت) ڪڇ، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ اسماعيلي فڪر جي تبليغ هلندڙ هئي: اسماعيلي داعي معاشري جي هيٺئين طبقي ۾ اسماعيلي فڪر جو پرچار ڪندا هئا. پير شمس سبزواري ملتانيءَ جي روضي تي انهن سيني قومن، قبيلن ۽ ذاتين جا نالا لکيل آهن، جيڪي سنڌس هٿ هيٺ مسلمان ٿيا هئا. اسماعيلي داعي اسلام جا سڌا سنوان اصول، عوام جي ٻوليءَ ۾ بيان ڪندا هئا. عربي زبان سکڻ ۽ عربي تهذيب جي اختيار ڪرڻ بدران هو نون مسلمانن کي سنڌن اصلوڪن نالن بدلائڻ تي مجبور نه ڪندا هئا. انهن جي ڪوشش سان پهرين سومرا قبيلي جا ماڻهو مسلمان ٿيا، ۽ پڻ پوءِ ٻين مبلغن جي هٿ هيٺ سما قبيلي جي ماڻهن اسلام قبول ڪيو.

1079ع ۾ اسماعيلي فڪر جي داعي پيرنورالدين (ستگرنور) جا سنڌي ۽ ڪڇي آميز گنان ملن ٿا. جيڪي گهڻو ڪري بيتن جي سٽاءَ ۾ آهن. ساڳئي وقت ۾ مشهور وياڪرڻي هيمچندر هن خطي جي شاعريءَ جا ڪجهه مثال ڏنا آهن.

وياڪرڻي هيمچندر پنهنجي تصنيف "سِڌ هيمچندر" ۾ شاعريءَ جا ڪي نمونا (سندس راءِ موجب اپڀرنش شاعريءَ جا نمونا) گڏ ڪيا. جن کي هو "گاٿائون" چوي ٿو انهن مان هڪ "گاٿا" يعني "ڳاهه" ۾ ڪم آندل ٻولي (جنهن تي راجسٿانيءَ ۽ گجراتي 'پنگل' ۽ 'ناگر' لهجن جو گهڻو اثر آهي) معمولي صوتي تبديلين کان پوءِ اج به، ڏکڻ- اوڀر سنڌ (ٿر ۽ پارڪر) ۾ ساڳئي نموني اچارجي ٿي، جيئن ته:

ڀلا هئا جو ماريو ڀيڻ مهارو ڪنت،

لجينج تو ويڻ سي، جو ڀڳا گهر انت.

ڊاڪٽر محمد حسن جي راءِ آهي ته "اپڀرنش شاعريءَ جا نمونا (گاٿائون) ستين صدي عيسويءَ کان ملن ٿا."

بهرحال "بيت" جي آڳاٽي ادبي سٽاءَ ۾ مذهبي (تبليغي)، ناصحاڻو ۽ صوفياڻو ڪلام يعني گنان، سينگار جا بيت، اخلاقي بيت، رزميه ۽ ساراهه واريون ڳاهون، لوڪ گيت، ٻول ۽ ڳجهارتون شامل آهن.

سومرن جي دور ۾، پير ستگر نور کان پوءِ جيڪي ٻيا اسماعيلي داعي ۽ صوفي درويش ٿي گذريا؛ ۽ جن سنڌي، ڪڇي، سرائڪي، پنجابي، هندي ۽ پوربي ٻولين ۾ گنان جوڙيا، تن تصوف ۽ ويدانت جي موضوعن کي ڪڇيءَ، سنڌيءَ، سرائڪيءَ ۽ پنجابي ٻولين ۾ ڀرپور پيرو بيان ڪيو. هنن جوڳ، جڳيس، جوڳي ۽ ڀيوت جهڙا اصطلاح، پنهنجي ڪلام ۾ ڪم آندا. هنن سالڪن کي نصيحت ڪئي ته: هن دنيا کي فاني سمجهن: دنيا جي ظاهري رنگينيءَ تي نه ڀنيلجن؛ وحدانيت تي ايمان آڻين: نبي سڳوري کي آخري نبي صلي الله عليه وسلم ڪري مڃين: الله جي بندگي ڪن. هنن هنس، بگهه، مڇي، شينهن، ٻيڙي، چرخو مکڻ، محل ماڙيون، ڪوٺا، منڊپ، ڪاتار، هٽ، توراڙو، پئونر گُل ٻوٽا وغيره علامت طور بيان ڪيا آهن. اسماعيلي پيرن، گنانن جي مضمونن جي لحاظ کان انهن جا ڌار ڌار عنوان ۽ نالا رکيا آهن. جيئن ته: آرتيون، گربيون، وينتيون، انت آڪاڙو، دس اوتار ۽ چوگهڙيا. هيٺ ڪي گنان نموني طور ڏجن ٿا:

**پير ستگر نور جو ڪلام**

بن ڪلمي بندگي ڪري، تو بندگي سچي سارِ

جيون نِت اُٺ راه چلئا، آخر اُجڙ واس

پاسون پرينج ٻانڌيئي، ماٽڪ مانهه ويهه

سَت پنٿ ساڌيئي، پنٿي بُورا تي.

**پير شمس جا گنان**

اي سياڳا! اس دنيا وچ ڪيا گن آئيو

ڪيان گن وئسي نال.

اي سياڳا! نانگو تون آئيو.

نانگو تون وئسو ڪيڇ نه نيسي نال

الي الله نه گهرين، تون ستين سچي رات

نڪا جهوري جيوَجي، نڪو سمرسات

جن اسماعيلي پيرن گنان چيا، تن مان پير شمس سبزواري ملتان جي پير صلاح الدين، پير شهاب الدين، پير صدرالدين، پير حسن ڪبيرالدين،

پير امام شاهه ۽ پير تاج الدين جا نالا قابل ذڪر آهن. سيني داعين جو ڪلام صوفياڻو ۽ ناصحاڻو آهي. پيرن عاشقاڻو مضمون بيان ڪندي، عورت جي روپ ۾ سالڪ بنجي، محبوب لاءِ تمثيلن ۽ علامتن کان ڪم ورتو آهي.

گنانن واري دور کان پوءِ سومرن ۽ سمن جي دور جون رزميہ ڳاهون، جيڪي سمنگ چارڻ ۽ ٻاگهيان سان منسوب آهن، قابل ذڪر آهن.

هندي زبان جي شاعر ڪبير ڀڳت يا ڀڳت ڪبير جو جنم 1398ع ۾ ٿيو ۽ هن 534 اشلوڪ ۽ شبد چيا. سندس شاعري دوهن جي روپ ۾ هئي. سندس شاعريءَ سان هندي شاعريءَ کي نئون روپ مليو. هن بنا ڪنهن خوف جي اعليٰ کان اعليٰ فلسفيانہ مضمون آسان زبان ۾ ادا ڪيا، جن سماجي برائين خلاف جهاد شروع ڪيو.

ساکي، دوهي جي وزن ۾ لکي ويندي آهي. خدا، انسان، دنيا، مرشد، سچائي ۽ عبادت وغيره جي باري ۾ هن گهڻو ڪجهه لکيو پڌن ۾ هن معرفت ۽ فنا جي ڪيفيت جو اظهار ڪيو آهي. ڪبير جي مرڻ کان پوءِ گرونانڪ (1470ع) 15 صدي عيسويءَ ۾، ڪبير جي پيغام کي ماڻهن تائين پهچايو. سکن جي ڌرمي ڪتاب 'گروگرنٿ صاحب' جي وڏي حصي ۾ ڪبير جون ٻاڻيون آهن. برٽش ميوزيم ۾ 15 صديءَ جي ڪنهن شاعر جو سنڌي ڪلام سنڌ جي نالي واري اديب سراج ميمڻ کي مليو هو جنهن مان هڪ بيت آهي:

ماڻڪ مٺ ڪيوم، اونداهيءَ ۾ اوجرو،
هلندي در حبيب ڏي، سمر سو ٿيوم،
تيلائين پيوم، اڳوندرو عالم ۾.

انهيءَ دور جي ٻين سنڌي شاعرن جا ڪجهه دوها هيٺ ڏجن ٿا: مخدوم احمد ڀٽيءَ جو دوهو، سال 1527ع کان اڳ جو چيل:

سڏ سٽي پرينءَ جو، وانگي جي نہ ورن،
ڪوڙي دعويٰ دوست جي ڪجاڙي کي ڪن.

قاضي قادن جو دوهو، سال 1551ع کان اڳ جو چيل:

ڪنز، قدوري، ڪافيا، ڪي ڪونہ پڙهئوم،
سو پاڙئي ٻئو، جئان پرين لڌوم.

شاهه ڪريم کان اڳ جي ڪنهن شاعر جو دوهو، 1536ع کان اڳ جو چيل:

ڪارين ڪنين ڪڪڙا، ڪَرَه ولاڙ وڃن،
ويلو ڪن نہ وچ ۾، نہ اوڳار پچن.

**دوهو:** دوهو سنڌي ۽ هندي ادب ۾ خاص اهميت رکي ٿو. پراڪرت اپڀرنش جي شاعري ٻہ هن ئي صنف جي وسيلي عروج تي پهتي. هندي/ سنڌي ادب شروع کان ئي هن صنف کي پنهنجو ڪيو. جيئن نالي مان ظاهر آهي تہ دوهو اصل ۾ ٻن سٽن واري شعر لاءِ مخصوص ٿيو جنهن جو سنڌي متبادل "ڏوهيڙو" ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر پوءِ جي دورن ۾ سٽن جو تعداد ٻن تائين محدود نہ رهيو ۽ هاڻي اهو لفظ بيت جي خاص بيهڪ لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

مٿئين تاريخي تسلسل مان ظاهر آهي تہ آڳاٽو بيت، جيڪو لکت ۾ مليو آهي، سو چوڏهينءَ صديءَ عيسويءَ جي آخر ۾ شيخ حماد جماليءَ جو چيل آهي ۽ سٽاءَ ۾ ٻہ- ٽُڪو آهي. ان کان پوءِ اٽڪل ساڍن ٽن سون سالن واري عرصي ۾، يعني ويندي 18 صدي عيسويءَ جي شروع تائين، انهيءَ قديم سٽاءَ واري ٻہ - ٽڪي بيت جو سلسلو جاري رهيو آهي. انهيءَ قديم ٻہ- ٽڪي بيت جي سٽاءَ ۾ ٻن قسمن جي ايجادن وڏي تبديلي آندي ۽ هيئت جي لحاظ سان ان جو ارتقائي سلسلو شروع ٿيو اهي ايجادون هي هيون: بيت جي ٻن بنيادي سٽن مان پهرين توڙي پوئين سٽ جي اڌ ۾ قافيي کي آڻڻ، ۽ پڻ انهن ٻن سٽن جي وچ ۾ هڪ سٽ جو وڌائڻ. انهن مان پهرين ايجادن سان بيت جي سٽاءَ جون ٽي صورتون وجود ۾ آيون، جن مان (1) ۽ (3) وڌيڪ عام مقبول ٿيون.

(1) ..........13 • ..........11
..........13 • ..........11 دوهو

(2) ..........11 • ..........13
..........11 • ..........13 سورٺو

(3) ..........13 • ..........11
..........11 • ..........13 بيت

پهرئينءَ سٽا ۾ 13 + 11 جون ٻہ برابر سٽون، قافيو آخر ۾، 'دوهو' سڏيو ٻيءَ سٽا ۾ 11 + 13 ماترائن جون ٻہ سٽون، قافيو وچ ۾، سُورٺو سڏيو ويو. ٽيئنءَ سٽاءَ ۾ 13 + 11 ۽ 11 + 13 ماترائون (دوهو- سورٺا ميل) ڪم آنديون ويون ۽ اُن بيت جي صورت ورتي.

چيو ويجي ٿو تہ 'بيت' جي بنيادي سٽن ۾ 'وچ وارن قافين' جي ايجاد غالباً سمن جي دور ۾ ٿي. بيتن جي ذخيري ۾ سومرن جي دور وارن واقعن بابت اهڙا ڪي ڳاهن وارا بيت ملن ٿا، جن ۾ 'وچيان قافيا' آيل آهن. البتہ اهي ڳاهن وارا بيت جيڪي سمن جي دور جي واقعن سان تعلق رکن ٿا ۽ پڻ اسلوب بيان جي لحاظ سان آڳاٽا نظر اچن ٿا، تن مان گهڻن ۾ 'وچيان قافيا'، سمايل آهن ۽ غالباً انهن مان ڪي انهيءَ آڳاٽي دور جا چيل آهن. مثلاً:

هڪ ڦل پسجن واڙيين، ٻئا جي ٻنيين ڏاڻ
لاکا آءِ مهراڻ، تو ريءَ سجو ڪاڇڙو.

چڙهي پهڻ چڪار، اُڍي ڪي ٿي اتهين
ڍلين جهڙي نار، ويئي نگامري نڪري.

البتہ اهي بيت، جن جي اصلي سٽاءَ لکت ۾ موجود آهي، ۽ جن ۾ 'وچ وارا قافيا' سمايل آهن، سي 15 صدي عيسويءَ جي آخر ۽ 16 صدي عيسويءَ جي شروع واري دور جا يا قدري ان کان اڳ جا آهن. اهي بيت هيٺ ڏجن ٿا:

جو گهڙي سو ني، ڪوجو قهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونہ ڏي، رڇ ڪجاڙي رنديو.
چران تہ چڪن چاڪ، وهان تہ وهہ سنجري
ماءُ منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق
جي تون جانان پاڪ، آسابند اڙين جو.

انهن مان پهريون بيت 'سنڌي ذاڪرن' شيخ عبدالجليل چوهڙ (وفات سال 910هه/ 1504ع) جي سماع جي محفل ۾ پڙهيو. جنهن جي معنيٰ تہ اهو بيت گهٽ ۾ گهٽ 15 صدي عيسويءَ جي آخر يا ان کان اڳ جو آهي. پويون بيت شيخ عبدالجليل جي وفات کان پوءِ هڪ ٻيءَ سماع جي محفل ۾ سنڌي ذاڪرن پڙهيو ۽ ڪتاب "تذڪره قطبيه" ۾ ڏنل آهي، جو 1540- 1545ع واري عرصي ۾ تصنيف ٿيو ان جي معنيٰ تہ اهي بيت سورهين صديءَ جي شروعات يا ان کان اڳ جا آهن. مٿين بيتن جي لکت ۾ موجودگيءَ مان پڪو ثبوت ملي ٿو تہ بيت جي ٻن بنيادي سٽن ۾ وچ وارن قافين جو استعمال ۽ انهن جي وچ ۾ وڌيڪ سٽ جو اضافو اهي ٻئي ايجادون آڳاٽيون ٿيون ۽ 15 صديءَ جي پوئين اڌ ۽ 16 صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ انهن جو استعمال عام هو. پهرينءَ ايجاد سان نہ صرف بيت جي سٽاءَ ۾ تنوع آيو، پر قافين جي مختلف بيهڪن سان بيت ۾ اندروني تَرنم پڻ پيدا ٿيو ٻيءَ ايجاد سان بيت جو مقدار وڌيو ۽ ان جي ٻن بنيادي سٽن جي وچ ۾ هڪ کان وڌيڪ سٽن جو اضافو ٿيو. سيد علي شيرازي ٺٽوي (وفات 1573ع) پهريون شاعر آهي، جنهن جي هيلينءَ لکت ۾، موجود بيت جي ٻن بنيادي سٽن (پهرين ۽ پوئين) جي وچ ۾ ٻن وڌيڪ سٽن

جو اضافو نظر اچي ٿو:

سرتين سانگ، سکن جو، مون کي رويو رهائين،
آءٌ تي هلان هوت ڏي، تان هو واريو وهارين،
وريتيون ورن سين، وينيون گهر گهارين،
ڪُهندا ٿيون ڪارين، ڪانهِ هلائي ڪيچ ڏي.

**بيت جي معنوي ارتقا:** هيئت ۽ سٽاءَ کان سواءِ مضمون ۽ معنيٰ جي لحاظ سان پڻ 'بيت' مختلف منزلون طيءِ ڪيون. هڪ طرف عالمن ۽ مفڪرن، عارفن ۽ سالڪن 'بيت' سان اعليٰ شاعريءَ جا ماڻ پريا ۽ انسان جي معياري اخلاق ۽ ڪردار، توحيد ۽ معرفت، عقيدت ۽ طريقت ۽ برادري ۽ محبت جا پيغام ڏنا، ته ٻئي طرف سگهڙن ۽ سياڻن، ڀٽن ۽ ڀانن، چارڻن ۽ مڱڻهارن 'بيت' کي عوام جي وندر ۽ ورونهن خاطر قصن ۽ ڪهاڻين جو سينگار بنائي، 'ڳاهه' طور ڳايو. انهن ٻن جدا گروهن وٽ 'بيت' مختلف منزلون طيءِ ڪيون. ان ڏس ۾ قاضي قادن، شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو، لطف الله قادري، ميون شاهه عنات، ميون عيسو، شاهه لطيف، خواجه محمد زمان، سچل سرمست، عبدالرحيم گرهوڙي، سچل سرمست خليفو نبي بخش بيت جا نمايان شاعر آهن ۽ 'بيت' جدا جدا طور 'اصلاحي پيغام' يا 'ڳالهه جي مؤثر بيان' جو پٽمانو بڻيو. 'اعليٰ شاعري' جو مقصد اصلاح ۽ پيغام رهيو ۽ عام شاعريءَ جو مقصد وندر ۽ ڳالهه جو بيان. ميون شاهه عنات پهريون شاعر آهي، جنهن جي ڪلام ۾ اعليٰ فڪري موضوعن توڙي عوامي قصن ۽ عنوانن بابت گهٽي ۾ گهٽ بيت ملن ٿا. ميين شاه عنات پنهنجن بيتن ۾ اعليٰ سطح جي اصلاحي شاعري ۽ عام تفريحي شاعريءَ جي موضوعن ۽ عنوانن کي ڳنڍيو: بيتن ۾ بيان جي وسعت پيدا ڪئي ۽ پڻ بيتن ۾ مجازي رنگ ڀري، 'اعليٰ شاعريءَ' جي دائري ۾ مجازي جمال جي تعريف جي نئين باب جو اضافو ڪيو. ميين شاه عنات کان پوءِ شاهه عبداللطيف 'بيت' کي عبارت توڙي مفهوم، مضمون توڙي معنيٰ، فصاحت توڙي بلاغت، 'بيان' توڙي 'پيغام' جي لحاظ سان 'آيتون' بنائي، اوج تي رسايو. حضرت شاهه عبداللطيف کان پوءِ، معنوي لحاظ سان بيتن ۾ جيڪي نوان موضوع نکريا، تن مان ٻه خاص اهميت رکن ٿا: ساميءَ ۽ سچل سرمست پنهنجن بيتن ۽ سلوڪن ۾ "خودي ۽ خودشناسيءَ" جي موضوع کي عوامي خطاب ذريعي وهجايو ۽ ورجايو. جڏهن ته خليفي نبي بخش ڏارين جي سنڌ تي حملي کان متاثر ٿي وطنيت جي جذبي کي پنهنجي رسالي ۾ سر ڪيڏاري جي 'بيتن' جو موضوع بنايو.

ٻارهين صديءَ کان 20 صديءَ تائين سڄا سارا اٺ سؤ سال، بيت سنڌي ادب کي مالامال ڪندو رهيو آهي.

20 صديءَ ۾ جڏهن فارسي غزل جي چالاماني، سنڌي ڪلاسيڪي صنفن بيت ۽ وائيءَ جو اثر گهٽائي ڇڏيو هو، تڏهن جديد شاعرن ڪشنچند بيوس، هري دلگير، شيخ اياز ۽ نارائڻ شيام هڪ ڀيرو وري بيت کي جياريو ۽ بيت سنڌي شاعريءَ جي سڃاڻپ بنجي ويو. اڳتي هلي تنوير عباسي، اُستاد بخاريءَ، امداد حسينيءَ، بردي سنڌيءَ، راشد مورائيءَ، عبدالڪريم ارشد، مير محمد پيرزادي، خاڪي جويي، تاج جويي، سرڪش سنڌيءَ، ڪان وٺي آسي زميني، ادل سومري، اياز گل، وسيم سومري، سعيد ميمڻ، اقبال رند، حاجي ساند، زبير سومرو، بخشل باغي، عامر سيال، رحمت پيرزادي ۽ ٻين بيت کي جديد رنگ ۾ لکي، سنڌي شاعريءَ جي سُريلي صنف بنائي ڇڏيو آهي. هاڻي بيت کان سواءِ سنڌي جديد شاعري الوڻي لڳي ٿي. اڄ بيت سنڌي شاعريءَ جو ڳهڻو آهي ۽ امرتا حاصل ڪري چڪو آهي.

**بيت (سٽا اوسر)** (ڪتاب): هيءُ ڊيمي سائيز جي 592 صفحن تي مشتمل ڪتاب، مشهور اديب ۽ محقق، ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تحقيق تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ هن بيت جي سٽا ۽ اوسر تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي. پهرئين باب ۾ چند وديا بابت ڄاڻ ڏنل آهي. ٻئي باب ۾ بيت جي سٽا ۽ اوسر ڏني وئي آهي، جنهن ۾ ڳاهه، ڳنان، بيت، ڏوهيڙي، مسلسل دوهي، ڪبت، سلوڪ، ڏهرن ۽ نڙ بيتن جو بيان ڪيو ويو آهي. ٽئين باب ۾ لوڪ شاعريءَ ۾ بيت جي استعمال تي روشني وڌي وئي آهي، جنهن ۾ لولين، ٽيهه اکرين، هفتن، مناظرن، سينگار بيت، ڏهس، ڏور، هنر، ڳجهارت، واقعاتي بيتن وغيره جو ذڪر ڪيو ويو آهي. چوٿين باب ۾ بيت جي تاريخي ارتقا بيان ڪئي وئي، جنهن ۾ قديم دور ۾ عرب دور، سومرا دور، سما دور، ارغون، ترخان ۽ مغل دور، ڪلهوڙا دور، ٽالپر دور، انگريز دور تائين بيت جو دور وار جائزو ورتو ويو آهي. پنجين باب ۾ سنڌ کان ٻاهر لسٻيلي، ڪڇ، جيسلمير، بهاولپور وغيره علائقن ۾ سنڌي بيت جي سرڃاءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ڇهين دور ۾ موجوده دور جي بيت ۽ ان جي ارتقا جو بيان ڪيو ويو آهي. هن تحقيقي ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي، ۽ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جنوري 2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

سنڌي بيت ۽ ان جي ارتقا تي، نامور اديب حبيب الله مولابخش ڀٽي به هڪ ڪتاب لکيو آهي، جيڪو حبيب پبليڪيشن شڪارپور 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**بيت الحڪمت لائبرري:** سڪرنڊ شهر ۾ علم دوست، شخص مرحوم عبدالرحمان منگيي، هيءَ لائبرري 1980ع ۾ ذاتي شوق سان قائم ڪئي هئي. هن لائبرري ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا سوين ۽ انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ جا هزارين ڪتاب آهن. فردوسيءَ جو شاهنامو ۽ ٻيا ڪيترائي قلمي نسخا به هن لائبرريءَ ۾ موجود آهن، جن ۾ ڏهه قلمي قرآن مجيد، تفسير جلالين، مدارڪ، تاريخ فرشته، فرائض الاسلام ۽ شرح اسماءُ الحسنيٰ قابل ذڪر آهن. عبدالرحمان منگيو صاحب 1980ع ڌاري وفات ڪري ويو ۽ هينئر سندس لائق فرزند محمد صديق منگيو لائبرريءَ جو نگران آهي. محمد صديق منگيو سنڌي ٻوليءَ جو نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ محقق آهي، جنهن جا ڪهاڻين ۽ تحقيق تي ٽي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن.

**بيت الله ۽ مسجد نبويءَ جي مختصر تاريخ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شيخ محمد ابراهيم "خليل" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن. قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد مان سال 1933ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اداره تبليغ الاسلام، ٽنڊوالهيار طرفان 1965ع ۾ شايع ٿيو.

**بيت المال:** مال يا دولت جو گهر، پر شرعي اصطلاح ۾ ان جي معنيٰ مسلم رياست جو "خزانو" آهي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ بيت المال ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ موجود هو، پر خزانو خالي رهندو هو. ڇو ته جيڪو مال غنيمت، عطيي وغيره جي صورت ۾ ايندو هو، نبي سڳورا صلي الله عليه وسلم جن اصحابن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. جمع ڪرڻ جي نوبت ئي نه ايندي هئي جيڪڏهن ڪجهه بچي پوندو هو ته مسجد نبويءَ جي ڪُنڊ ۾ جمع ڪري ڇڏيندا هئا. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ بيت المال ۾ اضافو ٿيڻ لڳو ٻئي خليفي حضرت عمر رضه جي دؤر ۾ باقاعدي بيت المال جو ادارو قائم ٿيو ۽ ان جا قاعدا ۽ قانون ٺهيا. بيت المال ۾ عورتن، بيواهن ۽ يتيمن لاءِ خاص حصو مقرر هو. بيت المال جي ورهاست لاءِ هر قبيلي جو رڪارڊ ۽ جڳهه الڳ الڳ هوندي هئي. ان کان سواءِ هر صوبي ۾ صوبائي آفيس هوندي هئي.

انهن سيني جو واسطو مرڪزسان هوندو هو مرڪزي نگران کي "صاحب بيت المال" چيو ويندو هو. "صاحب بيت المال" جي اها به ذميواري هوندي هئي ته هو رياست جي محصول جي وصولي ۽ ورهاست ڪري. بيت المال جو باقاعدي حساب ڪتاب رکيو ويندو هو. بيت المال مان ڪجهه خرچ حڪومتي معاملن بابت به ڪيو ويندو هو. بيت المال جي آمدنيءَ جي ضمني ذريعن ۾ اهڙي جائيداد، جنهن جي مالڪ جو پتو نه هجي، يا اهو مال، جيڪو چورن کان هٿ ڪيو ويو هجي: اها ملڪيت ۽ جائيداد، جيڪا شرعي وارثت کان پوءِ بچي پوي: ان جو ڏهون حصو بيت المال ۾ شامل ٿيندو هو. اهڙيءَ طرح هر دؤر ۾ بيت المال جا قاعدا ۽ قانون بدلبا ۽ بهتر ٿيندا رهيا. موجوده دؤر ۾ پاڪستان سرڪار طرفان بيت المال قائم ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌ لاءِ به حصو رکيل آهي.

**بيت المعمور:** زمردن ۽ ياقوتن جي اُها آسماني مسجد، جيڪا اسلامي عقيدي موجب ڪعبي شريف جي بلڪل مٿان ستن آسمانن تي ڪفيل چئي وڃي ٿي ۽ جيڪا حضرت نوح جي طوفان کان اڳ ڪعبو هئي.

**بيت المقدس:** هيءُ شهر اسرائيل ۽ اردن جي سرحد تي تل ابيب جي ڏکڻ اڀرندي ۾، يهوديه جي ڀاڙي ۽ پٿريلي لاهه تي واقع آهي. 1950ع ۾ هن جديد شهر



کي اسرائيل جي گاديءَ جو هنڌ قرار ڏنو ويو. قديم شهر اردن جي علائقي ۾ شامل رهيو. بيت المقدس يهودين ۽ عيسائين جو مقدس شهر ۽ مسلمانن جو قبلہ اول ۽ اهم زيارتگاهه آهي. يهودين ۽ مسيحين جي مذهبي ڪتاب ۾ ان کي "صيهون" چيو ويو آهي. هيءُ شهر خدا جي نشاني آهي. تنهي مذهبن جا سڀ مقدس قديم ماڳ، هن شهر ۾ آهن. مسلمان حرم شريف جي زيارت ڪن ٿا، جيڪو احاطو آهي. انهيءَ ۾ قبة الصخرا ۽ مسجد اقصيٰ واقع آهن. چيو وڃي ٿو ته حرم شريف جي مشرقي ديوار جو هيٺيون حصو "هيڪل سليمانيءَ" جو آهي. اتي ئي ديوار گريه آهي، جيڪا يهودين جي لاءِ مقدس آهي. اُهي انهيءَ ديوار وٽ اچي، هيڪل کي ياد ڪري روئندا آهن. مسيحين جي خيال ۾ ڪنيسة القيام مقدس آهي، جيڪا روايت جي مطابق "ڪويري" نالي ڀاڙي واقع آهي. اها ئي ڀاڙي هئي، جنهن تي مسيحي عقيدي موجب، حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي چاڙهيو ويو هو.

قديم شهر کي چوديواري آهي، جيڪا سلطان سليمان اول (1542ع ۾) اڏائي هئي. ان جي مشرق ۾ قدروان واديءَ آهي، جنهن جي پار گشمنيءَ جو باغ، ڪوهه زيتون آهي. جديد شهر (مغرب) سياسي ۽ اقتصادي مرڪز آهي. ان ۾ سرڪاري جايون، اسڪول، فلسطين جي آثار قديمه جو عجائب گهر، خانقاهه ۽ يهودين جون عبادتگاهون آهن. بيت المقدس ۾ "عهدنامه قديم ۽ جديد"، ٻنهي ۾ بيان ڪيل ماڳن ۽ واقعن جا آثار وڏي تعداد ۾ موجود آهن. هيءُ شهر گهٽ ۾ گهٽ 15 صديون قبل مسيح کان آباد آهي. ممڪن آهي ته اهو بيت المقدس (يروشلم) هجي. حضرت دائود ؑ ان کي يبوسين کان وٺي پنهنجو دارالحڪومت بنايو حضرت سليمان معبد تعمير ڪرائي، ان کي شان شوڪت بخشيو هو. هتي يهودا جي بادشاهن زوال پذير طاقت قائم رکڻ لاءِ لاحاصل ڪوششون ڪيون. عظيم عبراني پيغمبرن جي وڏي تعداد هن شهر جي گهٽين ۾ وعظ ڪيا. 586 ق. م ۾ بابلَ هن تي قبضو ڪيو عزارا ۽ نحمياه، جلاوطنيءَ کان پوءِ، هن کي ٻيهر تعمير ڪرايو. هيءُ مڪابين ۽ خاندان هيروديس جو مرڪز رهيو. قديم رومي بادشاهه بيت المقدس جا دشمن هئا. مسلمانن جو عقيدو آهي ته نبي سڳورو حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم بيت المقدس ۾ تشريف فرما ٿيو هو. 637ع ۾ هيءُ شهر مسلمانن جي ملڪيت ۾ شامل ٿيو. 1099ع ۾ ٻيهر مسيحي بيت المقدس تي قابض ٿي ويا. 1187ع ۾ سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جي قيادت ۾ مسلمانن وري هن شهر کي فتح ڪيو. اهڙيءَ طرح پهرين عالمي جنگ تائين مسلمانن جي قبضي ۾ رهيو. عالمي جنگ دوران فلسطين انگريزن جي قبضي ۾ رهيو. جون 1967ع ۾ عربن (متحده عرب جمهوريه، اردن ۽ شام) ۽ اسرائيلين جي وچ ۾ جيڪا جنگ لڳي، تنهن ۾ اسرائيلين بيت المقدس جي عربي علائقن تي قبضو ڪري ورتو اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ فيصلو ڪيو ته اهو علائقو واپس ڪيو وڃي، ليڪن اسرائيلين ان تي عمل ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

**بيت ورندو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد سومار شيخ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد پڪو آهي، جنهن ۾ 136 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا ڇاپايل آهي. ڇاپو پهريون، لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين پريس، مان سال 1972ع ۾ شايع ڪيو.

**بيت يوسف زليخا (ياڳو بيو)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب خوشيرام فقير "سودائي" 1880ع ۾ هڪ هٿ اکر بياض تان نقل ڪري ڇپايو. قيمت 6 پايون ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب هريسنگهه، سکر واري طرفان وڪٽوريا پريس، لاهور مان سال 1890ع ۾ شايع ڪيو.

**بيتَ:** سنڌ ۾ هيءُ فصل نئون آهي. شهرن ۾ هڪ ته هن کي پاڇيءَ طور واپرايو وڃي ٿو يا وري گهرن ۽ وڏين هوٽلن ۾ هن جون ڪچيون پاڙون، ٽماٽن ۽ بصرن سان گڏي، ڪچونبر طور استعمال ڪيون وينديون آهن. يونانين ۽ رومين کي هن فصل جي پراڻي ڄاڻ هئي ۽ ٿي سگهي ٿو ته هن فصل جو اصل وطن به روم يا يونان جا علائقا هجن. جتان پوءِ هيءُ فصل دنيا جي ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو. 17 عيسويءَ صدي ۾ هن جي پوک مصر ۾ به ڪئي ويندي هئي. سنڌ ۾ هن فصل جي پوک ٿوري انداز ۾ ڪئي ويندي آهي. بيٽ مان ڪجهه ملڪن ۾ کنڊ پڻ ٺاهي ويندي آهي. هيءُ ربيع جو فصل آهي، جنهن کي ٿڌيءَ موسم جي ضرورت پوي ٿي. سيپٽمبر کان نومبر تائين پوکي سگهجي ٿو هن فصل لاءِ ٻه کان اڍائي فوٽن جي مفاصلي تي ڪريا ٺاهجن ٿا ۽ ٻج تيار ٿيل ڪرين جي ٻنهي پاسن اڌ انچ اونهون پوکي، مٽيءَ سان ڍڪي پاڻي ڏجي ٿو.

**بيٺ:** سندرو، ڪمرپٽو، جنهن ۾ خنجر يا تلوار ٻڌجي. گذريل دور ۾، جڏهن هر ماڻهو چيلهه ۾ تلوار ٻڌندو هو، ته اُن لاءِ بيٺ ٻڌڻ ضروري هئي. چيلهه ۾ تلوار ۽ ڪمرپٽي ۾ خنجر مياڻ سميت هٽي ڇڏيندا هئا. خاص طرح بيٺ ۾ ناڻي جي هميائي به ٻڌندا هئا، پر اُها ڪمرپٽي جي اندران لڪائي هٽبي هئي. چوڻي آهي ته "ڪاتي سون جي هجي ته بيٺ ۾ هٽبي، پيٽ ۾ ڪانه هٽبي".

**بي پاڙي/ وڻ ويڙهي:** هيءُ ول آهي، جنهن جا پن ڪو نه ٿين. سُوتليءَ جهڙين بيشمار سنهين تندن واري وَلِ، جنهن جون تندون عموماً سائيرڙيون ۽

پيليون ٿين. هي ٻي حيات تي پلجندڙ ول جو قسم آهي. هنديءَ ۾ هن ول کي "آڪاس بيل" يا "امربيل" به چون. هيءَ ول ڊسمبر ۾ گُل جهلي ۽ مارچ ۾ ڇڏي ويندي آهي. ٻجن مان نازڪ ڀوتا نڪري وڻن جي ڳولا ۾ پکڙجن ٿا، جنهن وڻ جي مهمان ٿئي، ان وڻ کي سُڪائي ڇڏي. چوڻ ول جون تندون، وڻ جو رس چوسي، ان کي جلد ئي سڪائي ڇڏينديون آهن. هيءَ ول سنڌ ۾ عام جام وڻن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن جون به چار لامون ڪٽي هڪ وڻ تان ٻئي وڻ تي اڇلائبيون ته ان کي سڪائينديون ۽ پاڻ وڌنديون وينديون. هن جو ذائقو ڪڙو ۽ رس لعابدار. بنا بوءِ جي ٿئي ٿو هيءَ ول ٿر ۾ مَريڙي، ڪَنتي، ساتوڙي ۽ ڪن ٻين وڻن تي اُپري، وڌندي ۽ پکڙجندي ويندي آهي. هن ول ۾ سنهڙو چارو هوندو آهي. جنهن کي پٽي، ماٺهو بير ۾ ڦٽ ۽ کُهبَ کان ٻڌندا آهن ته اهو ڦاٽي پوندو آهي.

**بيجو باورا** (گائڪ): بيجو باورا هندستاني سنگيت ۾ 16 صديءَ جو هڪ عظيم نالو ٿي گذريو آهي. پاڻ مغل اعظم اڪبر بادشاهه (1605- 1556ع) (ڏسو: اڪبر بادشاهه) جي درٻار سان لاڳاپيل هو ڪيس ڌرپد گائڪيءَ جو باني سمجهيو وڃي ٿو.

ميان تانسين ۽ نائڪ بخشو سندس هم عصر گائڪ هئا. بيجو باورا سوامي هري داس جو شاگرد هو. بيجو باورا ۽ ميان تانسين جي معرڪي بابت هندستان ۾ سال 1953ع ۾ هڪ فلم ٺهي، چڪي آهي.

**بيڇڻ جي**: شڪارپور ضلعي جي تعلقي لکيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'بيڇڻ جي'، 'اگڻ مهر'، 'جاگيراڻي'، 'حاجي ڪريم ڏنو'، 'حاجي سچيڏنو جلباڻي'، 'حاجي غلام حسين جلباڻي'، 'حاجي جادل مهر'، 'ڊينگڙو'، 'مٺل ڪرسي'، 'ٻيو ڳوٺ' ۽ 'عبدالرحيم مهر'.

**بيخود بلوچ**: نوجوان شاعر، سندس اصل نالو فتح الله جسڪاڻي، هن جو جنم 14 آگسٽ 1971ع تي تعلقي پني عاقل جي ڳوٺ جمعي جسڪاڻيءَ ۾ ٿيو هُن جو والد مرحوم نصر الله جسڪاڻي هڪ سچو سماجي ڪارڪن هو. 1996ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ مان ايم. اي سنڌيءَ جي ڊگري ورتائين. سندس پهريون شعر 1988ع ۾ ماهوار "الصادق" ۾ ڇپيو ۽ سنڌي ادبي سنگت پنو عاقل سان 1990 کان وابسته آهي ۽ شاخ جو 3 دفعا سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. ان کان علاوه (05-2004ع) ۾ س. ا. س ضلعي سکر جو رابطا سيڪريٽري به ٿيو. شاهه لطيف فائونڊيشن جو تعلقي صدر ۽ ضلعي پريس سيڪريٽري به آهي. هُو مرحوم اظهر گيلانيءَ جي صحبت ۾ پڻ رهيو. 2007ع ۾ اظهر اڪيڊميءَ سنڌ جو سيڪريٽري پڻ ٿيو بيخود بلوچ غزل جو سٺو شاعر آهي ۽ شاعريءَ جي ٻين صنفن تي به طبع آزمائي ڪئي اٿس. ڇپيل ڪتابن ۾: 1- درد ۽ امنگ دل ۾ (1995)، 2- ٻوليون لوليون ٻارن جون (1996)، 3- هوا ۾ ٻرياسين (2005) ۽ شامل آهن. جڏهن ته ٻارن لاءِ شاعري جو ڪتاب "جاڳو ٻارو" ڇپائي هيٺ اٿس. هن وقت هو ڳوٺ جمعي جسڪاڻيءَ تعلقي پني عاقل ۾ رهائش پذير آهي.



**بيدُ**: هڪ قسم جو وڻ، جنهن جا پن ڊوا طور ڪم اچن. هيءَ ٻهاڙي وڻ آهي. تاريون سنهيون ۽ لچڪدار ٿينس، جن جي ڪلن سان ڪرسيون وغيره واڻبيون آهن. بنگال، برما وغيره جي بيد مان ڪرسيون، ميزون ۽ ٻيو گهرو فرنيچر ٺهندو آهي.

**بيداد نگري** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب اصل اردوءَ ۾ لکيل آهي، جيڪو محمد صديق ٽالپر "خالد" ترجمو ڪري ڇپايو جنهن ۾ ظلم استبداد جي تاريخ بيان ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 131 صفحا آهن. قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي. جيڪو نئين دنيا ڪتاب گهر پارٽ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1927ع ۾ ڇپيو.

**بيدار مگريو محمد پريل**: اديب، شاعر مترجم ۽ عالم دين استاد محمد پريل "بيدار" مگريو 8 جنوري 1937ع تي ڳوٺ سنگراں تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ڄائو سندس تعليم ايم. اي سنڌي، ايل ايل بي ۽ ايم ايڊ آهي 1954ع ڌاري تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد طور ڀرتي ٿيو 1973ع ۾ H.S.T ۽ پوءِ هاءِ اسڪول سنگرار جي هيڊ ماستر طور رٽائرمينٽ ورتائين مذهب ڏانهن لاڙي سبب مولوي درس نظامي (2005ع، جامع عربي مفتاح العلوم حيدرآباد)، شهادت العالميه (2005ع وفاق المدارس پاڪستان ملتان)، مفتي في الفقه (2006ع جامع عربيه انوار العلوم ڪنديارو نوشهروفيروز) ۽ تجويد و قرات القرآن (2007ع، جامع عمر ڪراچي) جهڙا اهم ڪورس به ڪيل اٿس. في البديهه شاعريءَ ۾ دسترس حاصل اٿس. سندس شاعري ماهوار "شريعت"، "بيداري"، "انوار العلوم" جي سالنامي، نعت نمبر ۽ گل ڦل ۾ شايع ٿيل آهي. سندس ترجمو ٿيل ڪتابن ۾ بهشتي زيور، تعليم اسلام، ڪشف المحبوب، مطالب القرآن، رشحات الفنون ۽ آخري منزل شامل آهن. "اسلام بابت نومسلم علماءِ ۽ حڪماءِ جا رايا" جي عنوان سان سندس قسطوار مضمون "شريعت" رسالي ۾ ڇپيل آهن. سندس فرزند انور منصور مگريو به سنڌي ٻوليءَ جو سٺو شاعر ۽ محقق آهي.



**بيدار مورائي**: سندس اصل نالو فتح الدين سومرو آهي. هو 5 فيبروري 1937ع تي موري شهر ۾ پيدا ٿيو. 1955ع ۾ مئٽرڪ فائينل جو امتحان ڏنائين ۽ پوءِ استاد مقرر ٿيو هن وقت رٽائرڊ آهي. گهڻي ادبي ذوق سبب نه صرف ڪتابن جو مطالعو ڪيائين، پر ڪافي ڪتاب به لکيائين. ڪيس سٺي نثر نگار طور سڃاتو وڃي ٿو هو دادوءَ مان شايع ٿيندڙ رسالي "اصلاح" جو چيف ايڊيٽر پڻ رهيو سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "حقيقي ايمان 1938، روحاني زندگي 1966، حقيقي دوست 1960، چونڪارو 1961، چوڏهين صدي 1961، عشق جي ٻوڪي 1963، جوڳي جاڳايوس 1965، ڪامياب زندگي 1969، برڪات تبليغ 1968، راهه نجات 1969، دنيا دم گذر 1970، زهريلا ڏنگ 1970، مينگهه ملهار 1971، گنجينئہ حيات غفاريه (سوانح 1974)، سڄاڳيءَ جو سڏ 1981، سُتا اُٿي جاڳ 1982، عشق حبيب 1980، دين جو درد 1981، رڻ ۾ ريهون 1983، زهر ڀري زندگي 1984، ڍهل وڃي، دوسو مڙي 1984، ديدار بازي 1984، حضرت سهڻا سائين (سوانح به ڀاڱا 86-1985)، غنچئہ غفاريه 1988، بهار بخشيه 1989، تحفته الطاهرين 1991، دوکي جي ديوار 1993، ظلم جي زنجير 1995، حقيقي علم 1995، هيڏا هاڃا ٿين 1996، لڪل لعل 1997، ماڻڪ موتي لال 1998، انڌو ڳهوٽ 1999، آئينو 1999، ڏورينديون ڏس (سفرنامو 1999)، بوستان طاهريه 2002، ملفوظات طاهريه 1996، ڪاملن جو ڪلام 1999، پيغمبر جي پيروي 1999، مڪتوبات نجيشه (سهڻا سائين جا خط 1985)، مقالات طاهريه 2002" شامل آهن.

**بيداري**: هفتيوار "بيداري" ڪاهي ڌر جي ناميارا سياستدان ۽ هاري اڳواڻ ڪامريڊ غلام لغاريءَ ميرپور خاص مان 1969ع ۾ جاري ڪئي. جيڪا لوڏن لمن جي باوجود ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ جاري رهي. هن هفتيوار جو گهڻو

ٿڻو مواد سياسي، ثقافتي ۽ هارين جي حقن جي باري ۾ هوندو هو. هن جو پبليشر، ايڊيٽر، ڪامريڊ پاڻ هو. جيڪا سچائي پريس، سچائي منزل مان ڇپبي هئي. 1977ع ۾ ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ٿيڻ ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي جي سزا ٻڌائڻ بعد ملڪ ۾ خاص ڪري سنڌ ۾ احتجاج ٿيو ۽ پريس تي پابنديون لڳيون. ضياءالحق ڪيترين ئي اخبارن ۽ رسالن جا ڊڪليئرشن رد ڪيا. تڏهن ڪامريڊ لغاري پنهنجي ٻنهي هفتيوار اخبار 'بيداري' ۽ 'سچائي' جا ڊڪليئريشن دوستن کي ڏنا ته جيئن اهي عوام جو آواز اٿاريندا رهن. 1978ع ۾ "بيداري" حيدرآباد جي دوستن جي ٽيم کي ڏني ويئي، جن ۾ علي حسن ۽ سهيل سانگي شامل هئا. "بيداري" جا رسالي جي سائيز ۾ اچا 12-10 پرچا شايع ٿيا هئا ته حيدرآباد واري رابطه آفيس تي پوليس چڙهائي ڪئي ۽ اتي پيل سمورو سامان ضبط ڪيو. ٻن ڏينهن بعد حڪومت ڊڪليئريشن رد ڪرڻ جونوٽيفڪيشن جاري ڪيو.

**بيداري**[2] (رسالو): ماهوار بيداري 1993ع کان محمد موسيٰ ڀٽي جي ادارت ۾ نڪري رهيو آهي. هي رسالو لطيف آباد نمبر 4، حيدرآباد مان سنڌي سان گڏ اردو زبان ۾ به نڪرندو آهي.

**بيدل، بيڪس ۽ سڪايل** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان محقق اختر درگاهيءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ قادر بخش بيدل، محمد محسن بيڪس ۽ سنڌن سٽ جي شاعر نواب شاهه سڪايل جي فڪر ۽ شاعريءَ تي روشني وڌل آهي. هن تحقيقي ڪتاب ۾ اختر درگاهيءَ جا مقالا ۽ ليڪچر شامل آهن، جن جا عنوان آهن: "وحدت الوجود ۾ بيدل فقير، ديوان بيدل جو اڀياس، بيڪس جي شخصيت ۽ شاعري"، ديوان بيڪس جو اڀياس، فقير بيڪس جو اڻ ڇپيل ڪلام، سيد نواب شاهه سڪايل جي خاندان جو شجرو ۽ سيد نواب شاهه سڪايل جو ڪلام. هن ڪتاب تي "پنهنجي پاران" ٻه اکر اياز گل لکيا آهن. هي ڊيمي سائيز جي 94 صفحن جو ڪتاب، بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهي.

**بيدل فقير**: بيدل فقير عرف فقير قادر بخش بيدل، سنڌ جي ڪلاسيڪي ادب/ شاعريءَ ۽ تاريخ جو اهم نالو آهي. هو هڪ باڪمال شاعر، وڏو عالم ۽ اعليٰ پائي جو مفڪر ۽ صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام، شاهه لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ سنڌ ۽ هند ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو. فقير قادر بخش بيدل جي شخصيت سنڌ جي ادبي ۽ فڪري تاريخ ۾ گهڻ رخي رهي آهي. هو هڪ ئي وقت سنڌي، اردو، هندي، فارسي ۽ عربي ٻولين جو شاعر، نثر نويس ۽ جيد عالم به هو. هو هڪ ئي وقت قرآن، حديث، فقه وغيره جو وڏو ڄاڻو هو. ان سان گڏ هو تاريخ ۽ ادب جو گهرو مطالعو رکندڙ ۽ برصغير جي موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو هو.

بيدل فقير جو اصل نالو قادر بخش هو. هن 1815ع مطابق 1231هه ۾ فقير محمد محسن قريشيءَ جي گهر روهڙي ۾ جنم ورتو. سندس فرزند فقير بيڪس، هن جي ولادت جي تاريخ هن طرح ڪڍي آهي.

زغيب آمده روضتہ العارفين،

بگفتم: گلي راحت العاشقين.

جمڻ وقت سندس نالو "عبدالقادر" رکيو ويو پر جڏهن سن شعور کي پهتو تڏهن حضرت عبدالقادر جيلاني رحه جي عقيدت منديءَ سبب پاڻ کي "قادر بخش" سڏائڻ لڳو. اڳتي هلي سندس تصنيفن ۾ ٻنهي نالن جو استعمال ٿيل آهي.

فقير قادر بخش بيدل جو والد فقير محمد محسن هڪ درويش صفت شخص هو ۽ اڪثر وقت رياضت ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. هو پاڳاري جي سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني جو دست بيعت مريد هو ۽ ان جي وسيلي سان ميرجان الله شاهه رضوي دوئم جو به معتقد ٿيو. فقير محمد محسن (بيدل جي والد) 1259هه مطابق 1856ع ۾ وفات ڪئي. فقير قادر بخش بيدل، والد جي وفات وقت 29 سالن جو هو. بيدل جا وڏا اصل روهڙيءَ جا رهاڪو هئا ۽ تسر جي اُڻڻ جو ڪم ڪندا هئا.

فقير قادر بخش بيدل پنهنجي وقت جو نهايت پڙهيل ڳڙهيل ۽ اعليٰ تعليم يافته شخصيت جو مالڪ هو. هن جي ولادت هڪ درويش ۽ قادري طريقي جي دست بيعت صوفيءَ جي گهر ۾ ٿي. سندس والد وٽ صوفي درويش ۽ مفڪر ايندا هئا، ان ڪري سندس ابتدائي تربيت هڪ عالماڻي ۽ عارفاڻي ماحول ۾ ٿي، جنهن جو ثبوت سندس تصنيفون آهن. فقير بيدل روهڙيءَ جي ڪهڙن مدرسن ۽ ڪهڙن استادن وٽ تعليم حاصل ڪئي، ان جو مستند پتو نه ٿو پوي. فقير بيدل پاڻ به ڪنهن تصنيف ۾ استاد يا مدرسي جو ذڪر نه ڪيو آهي. خانداني روايتن موجب فقير بيدل پنجن کان ٻارهن ورهين تائين مڪتبي تعليم حاصل ڪئي. سمجهه ۾ اچي ٿو ته هن پنهنجي والد جي صحبت ۽ وقت جي عالمن ۽ صوفين کان تعليم حاصل ڪئي هوندي. بيدل فقير جو برصغير جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جو ڳوڙهو اڀياس هو. فارسيءَ جو ڄاڻو هئڻ ڪري مولانا رومي، سعدي، حافظ شيرازي ۽ عطار جي ڪلام جو هن گهرو مطالعو ڪيو. ان ڪانسواءِ سنڌ جي اساسي ۽ ڪلاسيڪي شاعري به سندس مطالعي هيٺ رهي. هن سنڌ جي علمي ۽ صوفي مرڪزن سيوهڻ، پٽ شاهه، جهوڪ شريف، درازا، پير جي ڳوٺ، پرياليءَ، نوشهري فيروز ۽ ڪنڌڙيءَ وغيره جي هتان جي درگاهن جي فڪري تحريڪ کان آگاهي حاصل ڪئي. صوفي فقيرن سان ڪچهريون ڪيون ۽ سندن فڪري ڪلاسن کان متاثر ٿي رچي ريٽو ٿيو. ڪجهه روايتن موجب هن مير علي گوهر شاهه اصغر کان مثنوي مولانا روم جا سبق ورتا ۽ مولوي عبدالرحمان سکرواري وٽ شرح جامي به پڙهيو. سمجهه ۾ اچي ٿو ته هن سنڌ جي مختلف عارفن ۽ صوفي درويشن کي پنهنجو مرشد سمجهيو آهي. سندس ڪلام ۾ حضرت قلندر شهباز، جان دين الله شاهه رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست سان عقيدت جو کُليو اظهار ملي ٿو.

فقير قادر بخش بيدل تعليم تربيت ۽ سير سياحت کان پوءِ تصنيف ۽ تاليف جووڏو ڪم ڪيو. هن 59 سالن جي حياتي ۾ عربي فارسي، سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ۾ نظم ۽ نثر جا 30 ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان اڪثريت عربي ۽ فارسي ٻولي ۾ آهي. سندس مشهور ڪتابن ۾ "مثنوي رياض الفقر"، "ديوان سلوڪ الطالبين"، "رموز القادري"، "ڪرسي نامہ"، "سرود نامو" (سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافين جو مجموعو) "وحدت نامو" (سنڌي بيتن جو مجموعو) "غزليات هندي" (اردو ڪلام) "ديوان بيدل" (فارسي) "پنج گنج" وغيره شامل آهن.

پنج گنج فقير بيدل جو مقبول ترين ڪتاب آهي، جنهن ۾ قرآن، حديث، مثنوي، فارسي شاعري ۽ شاهه جا سنڌي بيت پڻ ڏنل آهن. بيدل سائينءَ جي صحبتي فقيرن ۾ فقير غلام محمد، قاضي پير محمد، ڪرمچند بجاج ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. جن سان سندس مجازي محبت هئي. صوفين جي نزديڪ حقيقي عشق جي منزل حاصل ڪرڻ لاءِ مجازي عشق جو ڏاڪو پار ڪرڻ ضروري آهي. سندس ڪلام کي "ديوان بيدل" جي نالي سان ترتيب ڏيئي گرومل ڪٽڻ مل هرجاڻيءَ ٻهريون پيرو 41-1940ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ديوان بيدل جو هڪ اهم نسخو عبدالحسين شاهه موسويءَ ترتيب ڏيئي ڇپايو.

بيدل جو اردو ڪلام نوجوان محقق ۽ شاعر اختر درگاهيءَ "بيدل جو اردو

ڪلام" عنوان سان ترتيب ڏيئي 1997ع ۾ ڇپايو هو. جيڪو ٻيهر "ديوان بيدل" (بيدل ڪا اردو ڪلام) عنوان سان 2003ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ لائق محقق بيدل جي سوانح عمري، تعليم ۽ تربيت، بيدل جي صحبتن ۽ تصنيف ۽ تاليف جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

بيدل فقير 16 ذوالقعد 1289هه مطابق 15 جنوري 1873ع ۾ وفات ڪئي. هر سال سندس مزار تي روهڙيءَ ۾ ميلو ۽ عرس منعقد ٿيندو آهي، ان موقعي تي بيدل ادبي ڪانفرنس جو اهتمام به ڪيو ويندو آهي.

**بيدل جو اردو ڪلام** (ڪتاب): فقير قادربخش "بيدل" جي سوانح ۽ سندس اردوءَ جي ڪلام تي هڪ جائزو، اختر درگاهيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو نومبر 1997ع ڏاري سڄائي اشاعت گهر، دڙي پاران ڇپيو. 174 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**بيدل جو سنڌي ڪلام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب بولچند وسومل راجپال جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 94 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آزاد بوڪ ڊيپو، آزاد پرنٽنگ پريس، جيڪب آباد مان سال 1950ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بيدل جو ڪلام** (ڪتاب): بيدل جو ڪلام سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ ڇپيل آهي، جنهن کي ايڊٽ ڪري عبدالحسينؒ شاهه موسويءَ 1954ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايو. جنهن جو ٻيو ڇاپو به ڇپجي چڪو آهي. بيدل جي شاعري ٽن طريقن، هڪ اسلامي طرز جي، ٻي فارسي اسلوب ۽ ٽين علائقائي مناسبت تي مشتمل آهي. سندس شاعراڻي خيالن، سوچن ۽ جذبن ۾ هڪ خاص بلندي نظر اچي ٿي.

**بيدل جون چونڊ ڪافيون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب رشيد احمد لاشاريءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 50 صفحا ۽ قيمت 75 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇپرايو.

**بيدل مسرور**: سنڌ جي ناميارو فنڪار، موسيقار، شاعر، ڪهاڻيڪار، ڊراما نگار، مترجم ۽ نقاد، بيدل مسرور بدويءَ جو اصل نالو بيدل بخش مسرور آهي. هن 11 جولاءِ 1947ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. تعليم ايم. اي سنڌي اٽس. هن ايم. اي سنڌيءَ ۾ "شڪارپور جي لئبريرين ۾ رکيل ڪتابن جو ڪيٽلاگ عنوان" سان مونوگراف لکيو. بيدل مسرور جو پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن سان واسطو رهيو آهي ۽ پي ٽي وي ڪراچي سينٽر تان سينيئر پروڊيوسر طور رٽائر ڪيو اٿس. هن ميوزڪ ۽ ڊرامن جي



پروگرامن تي چار عدد گولڊ ميڊل ۽ پي ٽي وي اوارڊ حاصل ڪيا آهن. سنڌي موسيقيءَ کي جدت ڏيڻ ۾ هن جون تمام وڏيون خدمتون آهن. خاص ڪري شيخ اياز، امداد حسيني، استاد بخاريءَ ۽ ٻين وڏن شاعرن جي شاعريءَ کي هن نون سرن ۽ پنهنجي ڪمپوزيشن ۾ ڳائي سنڌ ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي. سندس تصنيفن ۾ راڻي (ناوليٽ: 1971ع)، پوڳنا جو سفر (ڪهاڻيون 1988ع) چاهتن جي ٿواٽي تي ۽ آءِ لو يو (ٻه ڄاڙا ناول: 1999ع) سپنن جو سنسار (ترجمو: 2007ع) ۽ بيدل نامو شامل آهن. سندس تاليف ڪيل ڪتابن ۾ 'ڪليات مسرور' ڀاڱو پهريون (2007ع)، 'هير رانجهو' (فقير غلام علي مسرور جي مثنوي) شامل آهن. ان ڪانسواءِ هن جو هڪ ناول "نظرين جو چڙيا گهر ۽ هڪ پولو" ماهوار "پورب" ڪراچيءَ ۾ جنوريءَ کان آڪٽوبر 1996ع تائين قسطوار ڇپيو هو. بيدل مسرور جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن شڪارپور جو باني، سنڌي ادبي سنگت، شاخ شڪارپور جي نئين دور جو باني، سنگت شاخ ڪراچيءَ جو ميمبر، سنگت سچل ڳوٺ جي باني ميمبرن مان رهيو آهي. هن شڪارپور مان گلشن سيريز جا پنج ڀاڱا ڪتاب ۽ محل پبليڪيشن شڪارپور پاران 6 ڪهاڻين جا مجموعا ڇپائي پڌرا ڪيا، جن ۾ مشهور ڪهاڻيڪار حفيظ شيخ جي ڪهاڻين جو مجموعو 'ساگر جي لهرن تي' (1976ع) به شامل آهي. بيدل مسرور مٿين ٻنهي ادارن جو باني رهيو آهي. بيدل مسرور سماجي ڪارڪن جي حيثيت ۾ سچل ڳوٺ ڊولپمينٽ ڪميٽيءَ جو 5 سال چيئرمئن به رهيو آهي. سندس هينيان ڪتاب اڻ ڇپيل آهن. (1). پل پوپٽ، پل جڳنو (سوانحي ناول)، (2). ڦاٽل ڪهاڻين جا پرزا (اسٽيج ٿيٽر)، (3). اک جو پن (شاعري)، (4). چيني رهنما ليوشاڻوچيءَ جي ڪتاب How to be a good Communist جو ترجمو بيدل مسرور جا سنڌي شاعريءَ، موسيقي، شخصيات ۽ ادبي ڪتابن تي تنقيد بابت تمام گهڻا مقالا، ڪالم ۽ مهاڳ، اخبارن ۽ ادبي رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن. هن جون ٻه شاديون آهن، ٻي شادي ٽيليويزن جي سنڌي ڊرامن جي مشهور اداڪار خاتون بينا سان ٿيل آهي، جيڪا ڊاڪٽر سحر امداد جي ڀيڻ آهي. هو هن وقت هو سچل ڳوٺ، نزد پي. سي. ايس. آر لئبارٽريءَ مليرِ ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي. سندس وڏو پٽ سائرس مسرور پڻ ٽي. وي اداڪار ۽ ماڊل آهي.

**بيد مشڪ**: هڪ قسم جو مشهور وڻ آهي، جيڪو شروع ۾ مياڻي ٻيلي ۾ پوکيو ويو هو. ڪامياب تجربن کان پوءِ هاڻي سڄيءَ سنڌ ۾ پوکيو وڃي ٿو. انگريزي ۾ Eucalyptus چوندا آهن. ٻاٽني ۾ Eucalyptus globulus آهي. تکڙي واڌ وارو هي وڻ جهجهو ڪاٺ ڏيندو آهي. اٽڪل 700 قسمن واري هن وڻ جو اصل ملڪ آسٽريليا ڄاڻايو ويو آهي. هي زمين مان جهجهو پاڻي چڪيندڙ وڻ آهي. ان ڪري اهو فصلن وارين زمينن کان پري پوکيو ويندو آهي.



بيد مشڪ جو ڪاٺ گهريلو توڙي آفيسن ۾ استعمال ٿيندڙ فرنيچر کان سواءِ ڪيترن ئي ڪمن ۾ استعمال هيٺ اچي ٿو. هيءَ هڪ خوشنما وڻ آهي. جيڪو هر قسم جي زمين ۾ تمام آسانيءَ سان پوکي سگهجي ٿو. بيدمشڪ طبي لحاظ کان به ڪارائتو آهي. هن جي پنن مان نڪتل تيل بام ۾ استعمال ٿئي ٿو. جيڪو نزلي ۽ زڪام لاءِ تمام فائديمند آهي. حڪيمن چواڻي ته هن جي پنن کي مهٽي سنگهجي ته نزلي زڪام کان نجات حاصل ٿيندي. هيءُ وڻ خاص طور تي ڪلرائيءَ زمين ۾ پوکيو ويندو آهي. ان ڪري جو هيءُ زمين جو ڪلر ختم ڪري ٿو. هن وڻ جو قد ٻين وڻن جي ڀيٽ ۾ تمام ڊگهو ٿيندو آهي. تقريباً هيءُ 40 فوٽن کان به ڊگهو ٿيندو آهي ۽ بلڪل سڌو ويندو آهي. هن وڻ کي روڊن، رستن يا باغن جي ڪنارن سان پوکيو ويندو آهي. هڪ ته هيءُ سلو، خوبصورتي پيدا ڪندڙ وڻ آهي ۽ ٻيو ته هن مان ڪاٺ به جهجهو ملي ٿو هن جي ڪاٺ مان فروٽ بند ڪرڻ وارا ڪوڪا ۽ ڪاٺ جا ورا يا داسا ٺهندا آهن. خاص طور تي ڇپراڻا گهر، هن جي ڪامن مان جڙندا آهن. ٻرڻ ۾ هن جو ڪاٺ ڪارائتو ناهي.

**بِيرُ:** زمين جي سطحي تهه مان جيڪي ڌاتو لڀن ٿا، تن ۾ لوهه چوٿين نمبر تي هوندو آهي. سڀ گهٽ وڌ ڪري ڪچيءَ حالت ۾ ملندا آهن. ڌاتن مان لوهه کي حرارتي عمل سان گئس ۽ ٻين ڌاتن کان جدا ڪيو ويندو آهي. خاص ڪري ميگنائيٽ ۽ انهيءَ طرح تحليل ڪيو ويندو آهي. لوهه مان فولاد (رڪ) حاصل ڪرڻ لاءِ لوهه کي وري ڀٺيءَ ۾ وجهندا آهن، ته ان مان ڪاربان، سليڪان، مئگنيز، فاسفورس ۽ گندرف خارج ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويو ته پوءِ صاف ٿيل لوهه کي بير جي صورت ۾ آندو ويندو آهي. جيئن ته بير ٽاڪئون ڌاتو ٿيندو آهي، تنهنڪري ڳري ڪم ۾ استعمال نه ٿيندو آهي. هلڪين مشينن، ڀڳل پرزن جي ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. پاڻيءَ جا عام پائيپ به بير مان ٺهيل هوندا آهن.

**بِيرُ**[2]: ٻير، عربيءَ ۾ ڪوهه کي به چوندا آهن. شاهه لطيف به چيو آهي:

"ٻيرُ ڪنيائون برَ ۾، ڪوڏان ڪن ڪَهُون"

**بيراڳڻ:** ڪُنڍي واري ننڍي لٺ، جنهن تي بيراڳي فقير نرڙ رکي، مٿو نمائي ڌيان ۾ رهندا آهن. بيراڳڻ، هٺ ۾ به ڪٽبي آهي.

**بيراڳي:** بيراڳي يعني ويراڳي، ويراڳ وارو. جنهن حرص هوس کان پاڻ کي پري ڪيو هجي ۽ ويراڳ ۾ هجي. عام مشهور معنيٰ ۾ فراق وارو، جنهن کي درد فراق لڳل هجي. بيراڳي هڪ فرقو پڻ هو جنهن جو ذڪر "دبستان مذاهب" جي مصنف هن ريت ڪيو آهي: "بيراڳي تارڪ دنيا آهن ۽ وشنوءَ جي ساراهه جا سلوڪ سندن عبادت آهن. انهن سلوڪن کي 'بش پد' چئجي ٿو. تلسي مالا (تلسي جي تسبيح) سندن ڳچيءَ ۾ پيل هوندي آهي. انهن جا چار فرقا آهن: 'رامانج'، 'نمائج'، 'ماڌو آچارج' ۽ 'راڌا بلبي' (وليي). انهن منجهان ٻيا چار طبقا، جن منجهان ڪبير پڳت، جيڪو هند جي موحدن ۾ مشهور آهي. هي فرقو هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ آهي. بيراڳي، سيلاني فقير هوندا آهن: سندن اڳواڻ "وشنو" ديوتا جي پوڄا ڪندا آهن: دنيا جي خواهش ۽ نفساني خواهشن کي ترڪ ڪندا آهن ۽ شادي نه ڪندا آهن. هنن جو گذران ڀِکيا تي هوندو آهي.

**بيربل:** اڪبر بادشاهه جو هڪ ڏاهو وزير، جيڪو مزاحيه نُڪتن ۽ عقلي



تجويزن ڪري مشهور هو. بيربل جو اصل نالو مهيش داس هو. هو ذات جو برهمڻ ۽ پيشي جي لحاظ کان "ڀاٽ" هو. غريبيءَ جي حالت ۾ مغل شهنشاهه اڪبر وٽ پهتو. حاضر جوابيءَ ڪري، اڪبر بادشاهه جي مصاحبن ۾ شامل ٿي ويو. هندي شعر به سٺا چوندو هو. پهرين "ڪب راءِ" (ڪوري راءِ) يعني 'ملڪ الشعراءِ' جو خطاب مليس، پوءِ اڪبر کيس پنج هزاري منصب ڏنو ۽ راجا بيربل بهادر جو خطاب ڏئي اميرن ۾ شامل ڪيائينس. هن جي دانشمنديءَ ۽ وفاداريءَ تي بادشاهه کي پورو ڀروسو هوندو هو. سندس حوالي سان ڪيترائي ڏاهپ ڀريا قصا مشهور آهن.

اڪبر بادشاهه ڪابل ۾ هو جو هن ٻڌو ته يوسف زئي علائقي ۾ فتنو پيدا ٿيو آهي. زين خان ڪوڪ کي فتنو بند ڪرائڻ لاءِ موڪليائين ته راجا بيربل کي به ساڻس گڏ ڇڏيو. هيءُ فتنو انهيءَ علائقي ۾ پيدا ٿيو هو جنهن کي هن وقت بونير (سوات جي ويجهو) چون ٿا. افغانن، دره ڪراڪڙ ۾ شب خون جي تياري ڪري ڇڏي هئي. بيربل کي ان جو به اطلاع ملي چڪو هو. هن زين خان سان مشوري ڪرڻ کان سواءِ ڪوچ جو حڪم ڏنو. شب خون ۾ گهڻو لشڪر مارجي ويو. مقتولن ۾ بيربل به شامل هو. اهو فيبروريءَ 1586ع جو واقعو آهي.

**بيربل بلاس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جهيٺانند هيمنداس جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 36 صفحا ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، ليکڪ، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1919ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بيربل نامو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پيسومل ڀاڳچند جو گڏجي ترجمو ٿيل آهي، جنهن جي قيمت 9 پايون ڄاڻايل آهي. ليکڪ، اسلاميه پريس، لاهور مان سال 1889ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1890ع ۾ شايع ٿيو. ٽيون ڇاپو، 1891ع ۾ مصطفائي پريس، لاهور مان شايع ٿيو. ان وقت هن ڇاپي جي قيمت هڪ آنو 6 پايون رکيل هئي. هن ڪتاب جو پهريون حصو يعقوب خان جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي: ليکڪ هيءُ ڪتاب اسلاميه پريس، لاهور مان سال 1898ع ۾ شايع ڪيو. بيربل نامي جو ٻيو حصو، جنهن جي قيمت به هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ليکڪ جدا ڪتاب طور اسلاميه پريس، لاهور مان 1898ع ۾ شايع ڪيو.

**بيربل ۽ ملا دوپيازو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي، جنهن ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ٻيو، عليڳڙهه بوڪ اسٽور سکر، سال 1959ع ۾ ڇپايو.

**بَيرَقَ:** جهنڊو، جهنڊي جو ڪپڙو. خاص نشان وارو جهنڊي جو ڪپڙو. لڙائيءَ لاءِ گڏ ٿيندڙ لشڪر جا سپاهي، پنهنجي سڃاڻپ لاءِ جدا جدا جهنڊا کڻي ايندا هئا. جن مان خبر پوندي هئي ته هي جٿو ڪهڙي سردار جو آهي ۽ ڪهڙي علائقي جو آهي. ٻيڙياتا به پنهنجي ٻيڙن يا غورابن تي سڃاڻپ لاءِ جهنڊيون هڻندا هئا. جن کي بائنٽيون (وانئٽيون) ۽ ڌڄون وغيره چوندا هئا. اڄ ڪلهه لانچن، ٻيڙين، گاڏين ۽ بسال وغيره تي جهنڊين يا ٻين ڪن اهڃاڻن ذريعي سڃاڻپ ڪرائي ويندي آهي.

**بيرَمُ:** ڪانٽي يا ساهميءَ جو ڪانو، لوهه جي لٺ، جنهن سان ڳرو بار هلڪو ڪري کڻجي. سائنسي اصول تي ٺهيل ننڍو يا وڏو اوزار جيڪو ڳري بار کي کڻڻ ۾ ڪم اچي. مثال طور: ڪئنچي، انبوري، ساهمي وغيره. بيرم هڪ سادي مشين آهي. اها هڪ مضبوط سيخ يا لٺ هوندي آهي جيڪا هڪ وڏي نقطي جي چوڌاري ڦري سگهي ٿي. ان نقطي کي ٽيڪ يا فلڪرم (Fulcrum) سڏجي ٿو. سيخ جي هڪ ڇيڙي تي زور لڳائبو آهي ۽ ٻئي ڇيڙي تي بار کنيو ويندو آهي. ٽيڪ يا فلڪرم ۽ عمل ڪندڙ زور جي وچ واري عمودي مفاصلي کي "زور واري ٻانهن" (Effort Arm) ۽ ٽيڪ ۽ بار جي وچ واري عمودي مفاصلي کي "بار واري ٻانهن" (Weight arm) چئبو آهي.

**بيرم خان:** 'خان خانان' (امير الامراءِ)، جنهن کي اڪبر بادشاهه، ننڍپڻ ۾



محبت ۽ عزت وچان "خان بابا" يا "بابا ام" چوندو هو. سو ترڪمان قبيلي جي هڪ شاخ "بهارلو" جو فرد هو. جنهن ملڪ شاهه سلجوقيءَ جي وفات کان پوءِ شهر "بڪر" ۾ ڪئين ڪارناما انجام ڏنا. بيرم خان پنهنجن وڏن مان هڪ شخص علي شڪور بيگ وٽ ملازمت ۾ رهيو. اهو 837هه/ 1433ع جو واقعو آهي. جڏهن ته ابو سعيد مرزا جي شڪست کان پوءِ ان جي پٽ محمود مرزا جي ملازمت ۾ رهيو. همدان، دينور ۽ ڪردستان ۾ سندس وڏيون جاگيرون هيون، جنهن خاندان سان بيرم خان جو تعلق هو اهو هميشه بادشاهن ۽ شهزادن جي

ملازمت ۾ رهندو هو. سندس ڏاڏو يارعلي بيگ، جيڪو بدخشان ۾ رهندو هو. بابر وٽ ملازم هو. سندس پيءُ 'غزنہ' جو گورنر هو ۽ بابر جي مرڻ کان پوءِ هو همايون جو ملازم ٿي رهيو.

بيرم خان، بدخشان ۾ ('غزنہ') ۾ پيدا ٿيو. ننڍو هو تہ سندس پيءُ وفات ڪري ويو. ان کان پوءِ هو بلخ ڏانهن هليو ويو. اتي تعليم حاصل ڪيائين. سندس زندگيءَ جي حالات مان معلوم ٿو ٿئي تہ هن جي تعليم نهايت مڪمل هئي. بيرم خان نهايت وسيع مطالعي ۽ درٻاري آداب کان پوريءَ طرح واقف هو. صرف سورهن سالن جي عمر ۾ همايون جي ملازمت ۾ داخل ٿيو. جنهن کي بابر 936هہ/ 1529ع ۾ بدخشان جي گونري تي مامور ڪيو هو. اتفاق سان ان وقت همايون ڪابل ۾ هو. بيرم خان، همايون سان گڏ هندستان هليو آيو ۽ ان سان گڏ "چوسا" ۽ "قنوج" جي لڙاين ۾ شريڪ ٿيو. جن ۾ همايون جون فوجون تباهہ ٿي ويون هيون. دشمن جي تعاقب کان بچڻ لاءِ بيرم خان هڪڙي زميندار وٽ پناهہ ورتي، شيرشاهہ سوريءَ، بيرم خان کي چوائي موڪليو تہ يا تہ شيرشاهہ وٽ ملازمت ڪري، نہ تہ سندس علائقي مان هليو وڃي. بيرم خان، شيرشاهہ سوريءَ جي آڇ کي رد ڪري گجرات ڏانهن هليو ويو. بيرم خان گجرات جي بادشاهہ سلطان محمود جي درٻار تائين پهچڻ ۾ نہ فقط ڪامياب ويو، پر سلطان کيس پاڻ وٽ ملازم بہ ڪري رکيو. ليڪن بيرم خان فقط وقت گذارڻ لاءِ حج تي وڃڻ جي اجازت وٺي سورت ڏانهن روانو ٿي ويو. بيرم خان، راجپوتانا جو رڻ جهاڳي (950هہ/ 1543ع) ۾ ڄوڻ جي علائقي ۾ آيو. جيڪو هن وقت ويران حالت ۾ آهي. پنهنجي بادشاهہ همايون سان اچي مليو. همايون ان وقت پنهنجي وڃايل تخت ۽ تاج حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳو پيو هو. جڏهن همايون پنهنجي ڀاءُ مرزا عسڪريءَ کان مدد وٺڻ لاءِ قنڌار ويو. تڏهن بيرم خان ساڻس گڏ هو. هن ايران جي شاهہ طهماسپ، ان وقت بيرم خان کي پنهنجي ملازمت ۾ اچڻ لاءِ آڇ ڪئي، تہ بيرم خان قبول نہ ڪري، پنهنجي بدنصيب بادشاهہ (همايون) جي رفاقت کي ترجيح ڏني. زماني ۾ وفاداريءَ جو اهو مثال قابل قدر آهي. هندستان جي مهمن دوران بيرم خان، شاهي فوج جي سالاراعظم جي حيثيت سان همايون لاءِ ڪيترائي ڀيرا فتوحات ۾ سرخرو ٿيو هو. انهن ۾ وڏي جنگ اها هئي، جيڪا 963هہ/ 1555ع ۾ سرهند جي ويجهو "ماڇي واڙي" وٽ شيرشاهہ سوريءَ کي شڪست ڏيئي فتح حاصل ڪئي ويئي. انهيءَ فتح همايونءَ جي قسمت کولي ڇڏي ۽ کيس تخت ۽ تاج موٽي ملڻ جو يقين ٿي ويو. انهيءَ ڳالهہ جو مدار ڪنهن حد تائين بيرم خان جي وفا شعاري ۽ خلوص جو نتيجو هو. جنهن جي عيوض 962 هہ/ 1554ع ۾ کيس شهزادي اڪبر جو اتاليق (اُستاد) مقرر ڪيو ويو. جنهن جي عمر اُن وقت فقط تيرهن سال هئي. ان سان گڏ بيرم خان کي "خان بابا" جو لقب بہ مليو. ان کانپوءِ بيرم خان، شهزادي اڪبر سان گڏ پنجاب هليو ويو. جنهن کي اتي جو گورنر مقرر ڪيو ويو هو. سال 1556ع ۾ جڏهن همايون جي اوچتي موت جو اطلاع پنجاب ۾ پهتو. تڏهن بيرم خان، سڪندرشاهہ سوريءَ جي رهيل لشڪر سان جنگ ۾ مصروف هو. هُن بنا دير جي اڪبر جي شهنشاهيءَ جو اعلان ڪري سِرن جو عارضي ٿلهو ٺهرائي، تخت بنائي، اڪبر جي تاجپوشي بہ ڪري ڇڏي. اهو عارضي تخت اڄ بہ 'ڪلانور' (ضلعي گرداسپور، ڀارت) ۾ موجود آهي.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ هيمو بقال، جيڪو سوري فوج جو سپهہ سالار هو. تنهن دهليءَ تي حملو ڪيو. تردي بيگ جيڪو اتي جو گورنر هو. شهر ڇڏي ڀڄي ويو. ان تي بيرم خان، سندس قتل جو حڪم جاري ڪري ڇڏيو. سال 964هہ/ 1556ع ۾ جڏهن پاڻيپٽ جي ميدان ۾ هيموءَ جي فوج جو شاهي فوج سان مقابلو ٿيو تہ بيرم خان کي فتح حاصل ٿي. جيئن تہ هيمو بقال، هيٺئين طبقي جو هو ۽ باغين جي اشاري تي بادشاهہ بنجڻ جو خيال سندس دماغ ۾ ويٺل هو. انهيءَ ڪري اڪبر بادشاهہ هيموءَ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. بيرم خان ان وقت اختيار ۽ اقتدار جي انتهائي عروج تي هو ۽ نابالغ اڪبر جي طرفان سموري سلطنت تي حڪومت ڪري رهيو هو. ليڪن اڪبر پنهنجي اتاليق لاءِ ناپسنديءَ جو اظهار شروع ڪرڻ لڳو. جڏهن تہ بيرم خان جي مرضي هئي تہ اڪبر ٻاراڻيون دلچسپيون ڇڏي شاهاڻو انداز اختيار ڪري، سال 965هہ/ 1557ع ۾ بيرم خان جي شادي سليمه سلطان بيگم سان ٿي، جيڪا همايون جي ڀيڻ گلرخ جي ڌيءَ ۽ اڪبر جي ڀڻات هئي. اهڙيءَ طرح بيرم خان ڄڻ تہ شاهي خاندان جو فرد بنجي ويو. ان کان پوءِ اقتدار ۽ اختيار ڄڻ تہ بيرم خان جي لاءِ وبال بنجي ويا. حاسدن طرح طرح جا حيلا هلائي اڪبر بادشاهہ کي پوريءَ طرح بيرم خان جي رويي کان بدظن ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي. نتيجو اهو نڪتو جو اڪبر پاڻ کي بيرم خان جي اتاليقي مان جند ڇڏائڻ لاءِ حيلا هلائڻ لڳو. بيرم خان اهو محسوس ڪيو تہ حالات سندس خلاف آهن. تڏهن هن پنهنجي عيال کي پٽنبہ جي قلعي ۾ ڇڏي مڪي معظمه وڃڻ جي بهاني جالندر ۾ آيو. سندس نيت جالندر تي قبضي ڪرڻ جي هئي، پر شاهي فوجن کيس شڪست ڏني ۽ کيس منصبن ۽ خان خانان جي خطاب کان محروم ڪيو ويو. ان کانپوءِ اڪبر بادشاهہ سندس قصور معاف ڪيو. ليڪن سندس هڪڙي دشمن مبارڪ خان نوحاڻي، جنهن جو پيءُ ماڇي واڙي واريءَ جنگ ۾ مارجي ويو هو. تنهن کيس دغابازيءَ سان 14 جمادي الاول 968هہ/ 31 جنوري 1561ع تي قتل ڪري ڇڏيو. ان وقت هو پٽڻ (انهلواڙ) ۾ منزل انداز هو. سندس خيمو لٽيو ويو ۽ اهل و عيال، جنهن ۾ چئن سالن جو ٻارڙو مرزا عبدالرحيم خان بہ هو. بلڪل خالي هٿين احمد آباد پهتو. وصيت مطابق سندس لاش کي مشهد ۾ دفن ڪرايو ويو. هو امام موسيٰ رضا جي روضي لڳ اُچي گنبذ واري مقبري ۾ دفن ٿيل آهي. بيرم خان هڪ بلند پايہ عالم، فاضل، ترڪي ۽ فارسي ٻولين جو شاعر، فنون لطيفہ جو قدرشناس ۽ آزاد خيال ماڻهو هو. حقيقت ۾ هو ذهني ۽ قلبي صلاحيتن جو مالڪ هو. هو عالمن، فاضلن، شاعرن، مصورن، ڳائڻن، موسيقارن ۽ هنرمندن جو نهايت قدردان ۽ سرپرست هو. سندس ديوان 1910ع ۾ ڪلڪتي مان شايع ٿيو هو.

**بيرنگ فقير:** هيءُ فقير بخاري سيد هو ۽ شاهہ نصير جي درگاهہ جو معتقد ۽ طالب هو. هن ڪافيون ۽ ڪلام پڻ چيا آهن، جن مان ڪي، ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن.

**بيَروڊو:** ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ٽي ڳوٺ موجود آهن: 'بيروڊو ڳوٺ'، 'بيگو مگريو' ۽ 'زنوار ڏنو مهر'.

**بيساکي/ ويساکي:** سنڌي هندن ۽ سکن جو هڪ ڏڻ. جيڪو هندن جي وڪرمي سال جي پهرئين مهيني، ويساک جي پهرينءَ تاريخ تي، هر سال ملهايو ويندو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ ويساکي ڄڻ تہ هندن جو نؤروز آهي. ٻهراڙيءَ جي علائقن جي ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ ويساکيءَ جو ميڙو وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. جيئن تہ انهيءَ مند ۾ پوکون پچي تيار ٿينديون آهن، هاري ناري بہ گهڻو ڪري واندا هوندا آهن. انهيءَ ڪري بيحد خوش هوندا آهن ۽ نچندا ٽپندا آهن. چون ٿا تہ سکن جي گرو، امرداس جي اجازت سان پهرين ويساکي 1529ع ۾ ملهائي وئي هئي. مهاراجا رنجيت سنگهہ پنهنجي تاجپوشيءَ جو جشن 1799ع ۾، ويساکيءَ جي ڏينهن تي ئي ملهايو هو. هندن ۽ سکن کي ڏسندي ڏسندي ڪيترائي ڳوٺاڻا مسلمان بہ اهو ڏينهن ملهائيندا آهن.

**بي سُتون:** ايران جو هڪ ڳوٺ. هن ڳوٺ جي ويجهوئي اها پهاڙي چپ آهي، جنهن تي ميخي خط جي ڪتبن ۾ دارا اول جي تصوير اُڪريل آهي. ڪارين ڇپن واري پهاڙ ۾ هخا منشي بادشاهن (پنجين صديءَ ق. م) ۽ ساساني

حڪمرانن (7 صدي عيسويءَ) جا بت، ڪتبا ۽ تصويرون اڪريل آهن. پهاڙ جي ارد گرد موجود اهڙن آثارن مان لڳي ٿو ته انهن دورن ۾ هيءُ علائقو نهايت آباد ۽ بارونق هوندو. هڪڙي هنڌ، هڪڙي سهڻي گهوڙي تي هڪ سوار جي تصوير آهي. مشهور آهي ته اهو خسرو پرويز آهي. گهوڙو شبريز آهي ۽ شيرين بيٺي آهي. فارسي ادب ۾ بي ستون شهر مشهور آهي، جنهن سان شيرين ۽ فرهاد جو افسانو وابسته آهي.

**بيسر نامو** (ڪتاب): عام زبان ۾ 'بينسر نامو' سڏبو آهي. صوفي شاهه عنايت شهيد جي فارسي شعرن جو مجموعو آهي، جيڪو متبرڪ مخطوطي جي صورت ۾ درگاهه تي موجود آهي. صوفي شاهه عنايت شهيد جي سنڌي ڪلام جو پتو نه پيو آهي، البت فارسيءَ ۾ سندس بيت موجود آهن. اهي بيت ڏوهيڙن جي نموني تي آهن ۽ سمورو ڪلام صوفياڻي متن تي مشتمل آهي. هيءُ قلمي نسخو جهوڪ شريف ۾ صوفي شهيد جي گادي نشين وٽ محفوظ آهي.

**بيسنت هالُ**: حيدرآباد شهر ۾ جنرل پوسٽ آفيس جي سامهون، مرڪزي ٿياسافيڪل هال، مسز ايني بيسنت جي نالي (ڏسو: ايني بيسنت) سال 1901ع ۾ اڏايو ويو ۽ ان جو افتتاح 1917ع ۾ خود ايني بسنت ڪيو. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي نگرانيءَ ۾ هلندڙ هن هال ۾ اڄ به مختلف سماجي، سياسي، ادبي ۽ ثقافتي پروگرام ٿيندا رهندا آهن.

**بيعت**: هي مذهبي اصطلاح آهي، جنهن جو مطلب اهو آهي ته ڪنهن پيغمبر، وليءَ، بزرگ يا خليفي جي هٿ تي تائب ٿيڻ جو قسم کڻڻ ۽ اهو اقرار ڪرڻ ته هو ان هستيءَ جو هر حڪم مڃيندو. بيعت کي تصوف ۾ وري رابطي جو طريقو ڪوٺيو ويندو آهي. جيڪو پشت به پشت هلندو رهندو آهي. انهيءَ پٺيان روحاني طاقت جو هٿ هوندو آهي. جڏهن ته خلافت جي دؤر ۾ هر مسلمان تي فرض هو ته هُو خليفي جي بيعت ڪري، پر جڏهن خلافت ڪان پوءِ امير اقتدار ۾ آيا ته ماڻهن انهن جي بيعت ڪرڻ بجاءِ بزرگن ڏانهن لاڙو رکيو. اڄڪلهه بيعت تصوف جي چئني سلسلن ۾ ورتي ويندي آهي.

**بيعت رضوان**: صلح حديبيه جي لاءِ ڳالهه ٻولهه دوران هڪ موقعي تي نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن حضرت عثمان رضه کي سفير ڪري موڪليو ته افواهه هُلي ويو ته حضرت عثمان رضه کي شهيد ڪيو ويو آهي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن کي ڏک ٿيو ۽ پاڻ هيٺ لهي اچي اصحابن ڪان جان نثاريءَ جي بيعت وٺڻ لڳا. تاريخ اسلام جو اهو هڪ بيمثال واقعو آهي. انهيءَ کي "بيعت شجره" به چوندا آهن. چوته اها بيعت وڻ جي ڇانوَ ۾ ورتي وئي هئي.

**بي علمي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب دولترام چيتنداس آسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن. قيمت ڇهه پائي ناهي. سال 1939ع ۾ ڇپيو.

**بيڪانير**: ڀارت جي هڪ اڳوڻي رياست، جيڪا 1950ع ۾ جئپور سان ملائي، جدا صوبو ناهيو ويو آهي. هيءَ رياست پهريائين راجپوتانا جي علائقي ۾ هئي. هن رياست ۾ ستين صدي عيسويءَ ۾ راجپوت آباد ٿيا هئا، جيڪي 16 صدي عيسويءَ تائين مسلمان حڪمرانن جي حملن جو مقابلو ڪندا رهيا. آخرڪار هتي مغل حڪومت قائم ٿي. 19 صدي عيسويءَ ۾ انگريز خود راجائن جي رياستن جا محافظ بڻجي ويا، جن ۾ بيڪانير به شامل هو. سنڌ جي ٿرواري علائقي ۾ رهندڙ اڪثر قومون جوڌپور،



جيسلمير ۽ بيڪانير سان مٽي مائٽي ۽ ثقافتي لحاظ سان ڳنڍيل آهن. جيئن راجڙ، پنهور، مهر سما ۽ سومرا. تنهنڪري هيءَ رياست سنڌ جي زيراثر پڻ رهندي آئي آهي ۽ اچا تائين آمد رفت جو سلسلو هلندڙ آهي. شاهه لطيف به ان جو ذڪر سر سارنگ ۾ ڪيو آهي:

ڪنين پچ پڇائيو ڪنين بيڪانيں ٻڪار

**بيڪانيري اُٺ**: هيءُ نسل "ڍاٽيءَ" سان ملندڙ آهي، جيڪو پنجاب ۽ بهاول پور جي علائقي سان ڳنڍ ٿر ۾ ليپي ٿو هي ڍاٽي نسل ڪان وڌيڪ تيز آهي. طبع ۾ ڪارو اُٺ آهي، جيڪو جلدي وڙهي پوي ٿو علائقن جي لحاظ ڪان هن نسل جا اُٺ ٿوري فرق سان مختلف نالن سان سڏجن ٿا، جيئن: 'ماڙيچا'، 'مهرا' ۽ ڀارت ۾ 'مارواڙي' ۽ 'جيسلميري' وغيره.

**بيڪسؔ**: سندس اصل نالو محمد محسن "بيڪس"، جيڪو فقير قادربخش "بيدل" جو فرزند هو. محمد محسن "بيڪس" مٿانهين درجي جي شاعرن ۽ موسيقارن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. فقير محمد محسن "بيڪس" درويشن جي ڌرتيءَ ۽ تاريخي سرزمين روهڙيءَ شريف ۾ 1859ع ڌاري جائو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. فارسي ۽ اردو ٻولين جو چڱو اڀياس ڪيائين. پنهنجي والد "بيدل" فقير جي مزاج ڪان بيحد متاثر ٿيو ۽ سندس نقش قدم تي هليو. بيڪس فقيري طبيعت رکندڙ هو. جوانيءَ جي حد کي پهچندي ئي منجهس نوان جذبا جاڳيا. ان دؤران ئي ڪيس مجازي عشق جي چوٽ لڳي ۽ محبوب جي فراق سبب مضطرب ٿي ويو. سندس اُهي اُدما شاعريءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ لڳا. سندس شاعريءَ ۾ درد فراق، حسن ۽ عشق جا داستان پلٽيل آهن. بيڪس موسيقيءَ ۽ راڳ جو ماهر به هو. سَتار وڄائڻ ۾ ڪمال حاصل هئس. سندس ڪلام سنڌيءَ، سرائڪيءَ ۽ ٿورو اردوءَ ۾ آهي. هي 23 ورهين جي ڀرپور جوانيءَ ۾ 5 جون 1882ع تي وفات ڪري ويو. سندس مزار روهڙي ۾، سندس والد بيدل فقير جي پيرانديءَ ۾ آهي. بيڪس فقير جو ڪلام "ديوان بيڪس" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيل آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

**بيڪوٽي**: هندن جي مردي کي کڻڻ لاءِ ڪاٺي، ڪٽ جو هڪ قسم، جيڪا بنا پاون جي ڪرسيءَ وانگر هوندي آهي، جنهن تي مُردن کي سنئون ويهاري گهٽين يا رستن تان گهمائي پوءِ ساڙيندا آهن.

**بيگارَ/ بيگرَ**: زبردستيءَ مفت ۾ ورتل ڪم، جيڪو اڪثر سرڪاري ڪارندا يا عملدار، غريب ماڻهن ڪان وٺندا آهن. زميندار هارين ڪان بنا معاوضي جي ڪم وٺندا آهن ان کي به بيگر چوندا آهن. واندو ويهي رهڻ ۽ بيڪار ٿي رلڻ وقت جو وڃائڻ آهي، تنهنڪري ڏاهن چيو آهي ته "بيڪار ڪان بيگار ڀلي".

**بيگار ڪئمپ**: جڏهن 1933ع ۾ جرمنيءَ ۾ هٽلر برسرِاقتدار ٿيو، تڏهن هن يهودين ۽ ڪميونسٽن تي ظلم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. يهودين ۽ ڪميونسٽن کي مختلف سزائن طور ۽ انهن ڪان سخت پورهئي وٺڻ لاءِ بيگار ڪئمپون ٺاهيون ويون. بعد ۾ ٻي مهاڀاريءَ جنگ ۾ هٽلر جن يورپي ملڪن تي قبضو ڪيو هو، اتي به هن بيگار ڪئمپون قائم ڪيون هيون. سنڌ مان سرحد صوبي جا افغان/ پٺاڻ اغوا ٿيل ٻارن ۽ نوجوانن کي دور دراز علائقن ۾ قائم ٿيل بيگار ڪئمپن ۾ وڃي رکندا آهن. اهڙين بيگار ڪئمپن ۾ هن وقت به سوين اغوا ٿيل ٻار ۽ نوجوان قيد جي زندگي گذاري رهيا آهن.

**بيگاري**: هيءُ اتر سنڌ جو هڪ مشهور واهه آهي. "بيگاري واهه" سکر ۽ جيڪب آباد ضلعن وچان وهي ٿو، جيڪو انگريزن جي شروعاتي دور ۾ بيگر تي کوٽايو ويو هو.

**بيگاري بند:** سال 1874ع ۾ سنڌوءَ جي ٻوڏ سبب جيڪب آباد ڇانوڻيءَ کي نقصان پهتو. ان کان سواءِ سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن کي به نقصان پهتو. ان وقت سکر ۽ لاڙڪاڻو ضلعا قائم نه ٿيا هئا. سکر شهر کي هميشه خطرو رهندو هو. ان ڪري بيگاري واهه جي مُنهن کان ڪشمور تائين ڇهه ميل مٽيرو بند تعمير ڪيو ويو ۽ لوپ بند. سکر تائين تعمير ڪيو ويو. جيڪو 1879ع ۾ پورو ٿيو. هن بند ٻڌڻ لاءِ سنڌ جي مختلف جيلن مان گهڻا قيدي گهرايا ويا هئا. جن رات ڏينهن هڪ ڪري بند ٻڌڻ ۾ مدد ڪئي هئي. انهيءَ ڪري هيءُ بند "بيگاري بند" جي نالي سان مشهور ٿيو. سنڌ ۾ سال 1942ع ۾ بيگاري بند ڀڄڻ سان جيڪا ٻوڏ ٿي هئي، ان جي تفصيل لاءِ ڏسو "ٻوڏ" جو عنوان.

**بيگاري بند ڀڄڻ:** جيئن ته سنڌو درياهه ۾ هميشه اونهاري جي موسم ۾ ڪجهه وقت لاءِ پاڻي ۾ چاڙهه ايندو آهي، جنهن کي آبپاشي کاتي وارا آبڪلاڻيءَ جي موسم چوندا آهن. جيڪا هر سال مئي مهيني کان شروع ٿي آڪٽوبر مهيني جي پهرئين هفتي ۾ ختم ٿيندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن پاڻي تمام گهڻو ايندو آهي. درياهه جي ٻنهي پاسي وارن بندن تي پاڻيءَ جو گهڻو زور رهندو آهي، جنهنڪري آبپاشي کاتي جا آفيسر بندن تي پيٽرولنگ ڪرائڻ شروع ڪندا آهن ته جيئن ڪنهن به جاءِ تان بند کي ڪوبه گهارو نه پوي ۽ سنڌ ۾ درياهه جي ٻنهي پاسن کان ڪوبه ٻوڏ جو مسئلو نه ٿئي، ڇاڪاڻ ته ٻوڏ اچڻ ڪري گهڻو نقصان ٿيندو آهي. سال 1942ع ۾ به اهڙوئي بندوبست ٿيل هو. بندن تي پيٽرولنگ ٿي رَهي هئي، مگر اوچتو 21 جولاءِ 1942ع تي سکر ضلعي جي چڪ شهر کان درياهه جي ساڄي پاسي واري بند کي هڪ گهارو پئجي ويو. پهريائين ته ان وقت جي انجنيئرن گهڻي ڪوشش ڪئي ته ان گهاري کي بند ڪجي، مگر هيءُ گهارو ڪنهن ننڍي واهه کي ڪونه لڳو هو جو اهو هڪدم بند ٿئي. 1942ع ۾ اهڙو جديد مشينري دور به ڪونه هو، جو انهن کي استعمال ڪجي. آخر گهڻيءَ ڪوشش کان پوءِ سڀ آفيسر ماٺ ڪري ويهي رهيا. آخر درياهه جو گهارو هو! درياهه ۾ ان وقت پاڻي به گهڻو اچي ويو هو. جنهنڪري ٻوڏ واري صورتحال پيدا ٿي وئي. سنڌ جي ساڄي پاسي وارن سيني ماڻهن کي ٻوڏ اچڻ جو خطرو ٿيو ۽ گهڻو هراس پکڙجي ويو. پاڻي گهڻي زور سان وهڻ شروع ٿي ويو. ايتري قدر جو درياهه جو اڌ پاڻي هن گهاري مان وهي هليو. تڏهن سنڌو درياهه تي صرف هڪ بئراج ٺهيل هو. جيڪو سکر بئراج هو. جنهن ڪري درياهه جو سمورو پاڻي، مُنڍ کان وٺي سکر تائين ايندو هو. ان کي مٿي ڪابه رڪاوٽ ڪانه هئي. سنڌ جي ساڄي پاسي وارن سيني شهرن ۽ ڳوٺن لاءِ ٻوڏ جو خطرو ٿي ويو. هرهڪ ماڻهو بچاءَ خاطر لڏپلاڻ ۾ شروع ٿي ويو. ٻوڏ جو پاڻي اتر طرف درياهه مان نڪرندڙ سنڌو واهه سان وڃي لڳو ۽ ڏکڻ طرف، سکر بئراج مان نڪرندڙ ٽن واهن دادو ڪئنال، رائيس ڪئنال ۽ کيرٿر ڪئنال سان وڃي لڳو. انهيءَ وچ ۾ جيڪي به ننڍا وڏا ڳوٺ ۽ شهر هئا، ٻوڏ هيٺ اچي ويا. لکي غلام شاهه به ٻڏي ويو. باگڙجي شهر پرسان، ٽنهي مٿين واهن کي هٿرادو گهارا ڏنا ويا ته جيئن پاڻي واپس درياهه ۾ وڃي، پر ان ۾ به ايتري گهڻي ڪاميابي نه ٿي ۽ پاڻيءَ جو زور اولهه طرف گهڻو ٿي ويو: يعني شڪارپور ۽ ڳڙهي ياسين طرف ريلوي لائين، جيڪا رڪ جنڪشن کان سکر ويندي هئي، ٻوڏ هيٺ اچي وئي ۽ رڪ کان جيڪب آباد- ڪوئيٽا طرف ويندڙ ريلوي لائين به ٻوڏ هيٺ اچي وئي، جنهن ڪري روهڙيءَ کان ڪوئيٽا ۽ لاڙڪاڻي طرف ريلوي گاڏين جو هلڻ بند ٿي ويو. ٻوڏ کان پوءِ رڪ جنڪشن ريلوي اسيشن کي بند ڪري 1946ع ۾ سکر کان سڌي نئين ريلوي لائين ٺاهي، حبيب ڪوٽ کي جنڪشن اسٽيشن ڪيو ويو. جيڪا اڄ تائين موجود آهي.

ٻوڏ جو پاڻي سنڌ ڪئنال ۽ کيرٿر ڪئنال جي وچ ۾ وهي رهيو هو. جيڪو ويڪر ۾ اٽڪل 15 ميل هو. ان وقت جي آفيسرن، سياسي ليڊرن ۽ شهري ماڻهن شڪارپور جي شهر کي ٻوڏ کان بچائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي. سنڌ واهه شڪارپور شهر کان ڏکڻ طرف ٻه ميل پري آهي، جنهن ڪري سنڌ واهه جا ڪپر مضبوط ڪيا ويا ۽ شڪارپور جو شهر ٻڏڻ کان بچي ويو. کيرٿر ڪئنال، جنهن کي N.W ڪئنال به چوندا آهن. ٻين ٻن واهن، رائيس ڪئنال ۽ دادو ڪئنال کان رڪڻ جي ڳوٺ کان الڳ ٿي، اتر طرف يعني ڳڙهي ياسين شهر کان گذري، صوبي بلوچستان ۾ ويندو آهي. رائيس ڪئنال ۽ دادو ڪئنال، سکر کان اولهه طرف ويندا آهن. رڪڻ کان کيرٿر ڪئنال مان هڪ ٻيو وڏو واهه، وارهه برانچ نڪرندو آهي، جيڪو اولهه طرف مدئجي، بنگل ديري، ميري خان، حاڪم شاهه پٽ واري جي درگاهه کان دوست علي ۽ وارهه شهر ڏانهن ويندو آهي. جنهن وقت ٻوڏ جو پاڻيءَ سنڌ ڪئنال سان وهي رهيو هو ۽ شڪارپور جو شهر ٻوڏ کان بچي ويو ته ان کان پوءِ وري ڳڙهي ياسين شهر کي خطرو ٿيو، پر جيئن ته سنڌ واهه اوير کان اولهه طرف اچي ٿو ۽ ان جي پڇڙيءَ مان هڪ ٻيو مونگر واهه نڪري ٿو اهو به اولهه طرف وهندو آهي ۽ اهو واهه ڳڙهي ياسين شهر کان ڏکڻ طرف ٻه ميل پري آهي، جنهن ڪري ڳڙهي ياسين وارن پناڻ زميندارن ۽ هندو سيٺين ان مونگر واهه کي مضبوط جهليو ۽ کيرٿر ڪئنال کي مونگر واهه کان ڏکڻ طرف وڏا ڪٽ ڏنا، جنهن ڪري پاڻيءَ کي رستو ملي ويو ۽ ان بعد پاڻي رتيديري، ڊکڻ، ميري خان ۽ شهدادڪوٽ طرف رخ ڪيو. انهيءَ وچ ۾ جيڪي به ڳوٺ ۽ ماڻهن جا فصل هئا، اهي سمورا ٻوڏ هيٺ اچي ويا. اتي جا ماڻهو لڏي، بچاءَ وارن هنڌن تي وڃي ويٺا. ٻوڏ جو پاڻي، هاڻي ڏکڻ وارهه ڪئنال سان هو ۽ اتر طرف شهدادڪوٽ برانچ سان وڃي لڳو، جيڪو ويڪر ۾ اٽڪل 20 ميل مفاصلو هو. جيئن ته پاڻيءَ جو وهڪرو تيز هو، ان ڪري ننڍا وڏا شهر، ڳوٺ ۽ زمينون ٻوڙيندو، شهدادڪوٽ شهر ڏانهن وڃي رهيو هو. هر طرح جي آمدرفت بند ٿي وئي. ريل گاڏيون يا لاريون، جيڪي ڪچن رستن سان هلنديون هيون، سي پڻ بند ٿي ويون. هرهڪ ماڻهو پريشان ۽ سر بچائڻ ۾ لڳو پيو هو. ٻوڏ جي پاڻيءَ، ڊکڻ شهر ۽ رتيديري کي ٻوڙي، ميري خان، بهرام ۽ شهداڪوٽ کي وڃي ٻوڙيو اهي ته هئا وڏا شهر. باقي انهيءَ ٻوڏ ۾ تمام گهڻا ننڍا ڳوٺ اچي ويا هئا. لاڙڪاڻي کان جيڪب آباد ريلوي لائين به بهرام ۽ شهدادڪوٽ جي وچ ۾ ٻڏي وئي، جنهن ڪري آمدرفت لاءِ اهو رستو به بند ٿي ويو. شهر جي اتر اولهه طرف واريءَ جون وڏيون ڍبون هيون، جنهن ڪري شهدادڪوٽ شهر جو اهو پاسو ٻوڏ کان بچي ويو. باقي شهر جو 75 سيڪڙو ٻڏي ويو هو. شهدادڪوٽ شهر کان پوءِ وري پاڻيءَ جو رخ ڏکڻ طرف ٿيو، جو زمين جو لاهه انهيءَ طرف آهي. چڪ شهر کان شهدادڪوٽ شهر تائين پاڻيءَ جو رُخ اولهه طرف هو ۽ هاڻي وري هتان رخ تبديل ڪري ڏکڻ طرف ٿيو: يعني وارهه، ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه، دادو، جوهي، ڀان سيد آباد ۽ بوبڪ طرف. جيئن ته پاڻي اتر طرف، شهدادڪوٽ شهر تائين هو ۽ ڏکڻ طرف هاڻي قنبر شهر کان ٻه ميل پري نورواهه سان اچي لڳو. بهرام شهر ۽ ريلوي اسٽيشن ٻوڏ ۾ هئي. قنبر شهر جي زميندارن ۽ ٻين ماڻهن نورواهه جو بند جهليو. جنهن ڪري قنبر شهر ٻڏڻ کان بچي ويو ۽ هاڻي پاڻي دوست علي کي ٻوڙي، وارهه طرف وهڻ شروع ڪيو. وارهه جي شهر کي به وڏو بند ٻڌايو ويو. جنهن ڪري اهو شهر به بچي ويو. ان بعد پاڻي وارهه کان گاجي کهاوڙ وارو رستو ٻوڙي، گاجي کهاوڙ طرف روانو ٿيو. گاجي کهاوڙ شهر کان اولهه طرف بچاءَ بند حمل شهر وٽ آهي: پاڻي وڃي ان سان لڳو. اتي، انهيءَ جاءِ کان پاڻيءَ جي ويڪر ويهه ميل هئي. گاجي کهاوڙ جو شهر ٻڏي ويو. هتان جا هندو ۽ مسلمان لڏي ويا. ڪيترا ماڻهو پنهنجن پنهنجن ڳوٺن ۽ زمينن کي بچائڻ جي ڪوشش

ڪندا رهيا. گهڻا ماڻهو ان ۾ ڪامياب بہ ويا ۽ انهن پنهنجا ڳوٺ ۽ فصل وغيره بچائي ورتا. انهن مان وارهہ تعلقي مان وڏيرو محمد عالم خان ڦلپوٽو، سردار علي محمد خان ڪانڌڙو، حاجي غلام نبي خان جلباڻي ۽ وڏيرو احمد خان ڏيپر شامل هئا. انهن ماڻهن وڏي همت ڪئي ۽ پاڻيءَ کي بند ٻڌرائي پنهنجو بچاءُ ڪيو. انهن جا ڳوٺ ۽ فصل ٻوڙ کان محفوظ رهيا. ٻوڙ جي پاڻيءَ جو رخ هاڻي ڏکڻ طرف يعني ميهڙ، خيرپورناٿن شاهہ، ڪڪڙ، دادو ۽ جوهيءَ طرف هو. انهيءَ وچ ۾ جيڪي وڏا يا ننڍا واهہ ۽ بند آيا، انهن کي گهارا ڏيئي پاڻيءَ کي رستو ڏنو پئي ويو. ٻيڻي جي جتوئي زميندارن ۽ ميهڙ جي هندو سيٺين، چيڙون وٺي وڏا بند ٻڌائي، ميهڙ شهر کي ٻڏڻ کان بچايو. هاڻي خيرپورناٿن شاهہ طرف پاڻيءَ جو زور هو ۽ پاڻي خيرپور ناٿن شاهہ، ٻورڙي، خانپور ۽ ڪڪڙ جا شهر ٻوڙيندو پئي ويو. هتي بہ اوپر کان اولهہ طرف پاڻيءَ جي ويڪر 18- 20 ميل هئي. انهيءَ وچ ۾ جيڪي بہ ننڍا وڏا ڳوٺ آيا، اهي سڀ ٻڏي ويا. حڪومت دادوءَ شهر کي بچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، ڇاڪاڻ تہ هيءُ ضلعي هيڊڪوارٽر جو شهر هو. شهر کي اولهہ طرف کان وڏو بند ڏنو ويو ۽ دادوءَ جو شهر ٻڏڻ کان بچي ويو. دادوءَ کان اولهہ طرف جوهي شهر تائين پاڻي هو. جوهي شهر جي اولهہ طرف بچاءُ بند آهي، ان بند سان پاڻي وڃي لڳو. جوهيءَ جو شهر ٻڏي ويو ۽ هاڻي پاڻيءَ جو رُخ بوبڪ شهر ڏانهن هو. پاڻي، پيان سعيد آباد ۽ ڳوٺ ميرمحمد سهڙو ٻوڙي وڃي بوبڪ شهر سان لڳو. بختيارپور، آراضيءَ جو شهر، بوبڪ ريلوي اسٽيشن ۽ ٽنڊو شهبازي ٻڏي ويا. پاڻيءَ جو رُخ ان بعد وري اتان اوپر طرف درياءَ ڏانهن ٿيو. ڇاڪاڻ تہ اتان ڏکڻ طرف پهاڙي علائقو هو. جيڪو مٿي هو. ان ڪري پاڻي ٽلٽيءَ ۽ ڪرم پور جا ڳوٺ ٻوڙي وڃي واپس درياهہ ۾ پيو. اتان بہ دادو- ڪوٽڙي ريلوي لائين جو بند ٻڏي ويو. جنهن ڪري گاڏين جو اچڻ وڃڻ بند ٿي ويو. ريلوي بند کي وڏا گهارا پئجي ويا، جتان بہ پاڻي ريلوي لائين کي نقصان ڪيو. بعد ۾ انهن هنڌن کان ريلوي کاتي وارن ريلوي بند ۾ وڏيون ڊگهيون پليون نهرائي چڙهيون. جيڪي هن وقت بہ ٽنڊي شهبازيءَ جي پرسان آهن. اهڙيءَ طرح درياهہ جي ٻوڙ جو پاڻي، چڪ شهر کان 21 جولاءِ 1942ع تي هلي اولهہ ۾ شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعا ٻوڙي، آڪٽوبر 1942ع جي پهرئين هفتي ۾ وڃي ساڳيو ٽلٽيءَ جي شهر کان سيوهڻ پرسان درياهہ ۾ پيو. ان سال ساريالو فصل ٻوڙ هيٺ اچي ويو هو. گهر ڍهي پيا هئا. شهر ۽ ڳوٺ خالي ٿي ويا هئا. جنهن ڪري هرهڪ ماڻهوءَ کي، پلي اهو زميندار هو يا هاري، وڏو نقصان ٿيو.

**بيگڙي:** ضلعي نوابشاهہ جي تعلقي دولت پور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ٻارهن ڳوٺ آباد آهن: 'لطيف پنجابي'، 'مِتارو اوٺو'، 'لائق راهو'، 'ڦوٽو زرداري'، 'پيارو راهو'، 'لاشاري ڳوٺ'، 'مقبول شاهہ'، 'ڪريم آباد'، 'رسول بخش ڪوسو'، 'ولي محمد جمالي'، 'چاڪر ڪوسو' ۽ 'صالح ڏاهراج'.

**بيگلار نامو** (ڪتاب): فارسيءَ ۾ لکيل هيءُ هڪ تاريخي ڪتاب آهي، جيڪو ادراڪي بيگلاريءَ سال 1017هه/ 1608ع ۾ لکيو هو ۽ جنهن ۾ پوءِ سال 1034هه/ 1626ع تائين واڌارا ٿيندا رهيا. هيءُ ڪتاب ترخان دؤر جي هڪ امير شاهہ قاسم خان زمان بيگلار (947 هه/ 1540ع- 1019هه/ 1610ع) جي وقت جي احوالن ۽ آثارن تي مشتمل، سنڌ جي هڪ تاريخ آهي. سمن جي زوال کان پوءِ، ارغونن جو بيگلار خاندان وڏي اهميت رکي ٿو. کين سرڪار طرفان نصرپور جي جاگير حاصل




ٿي. ادراڪي بيگلاري هن خاندان جو مصنف ۽ شاعر هو. پاڻ هيءُ ڪتاب لکي پنهنجي خاندان جي تاريخ ترتيب ڏيئي محفوظ ڪيائين. بقول پير حسام الدين شاهہ راشدي، هيءُ ڪتاب ترخاني دؤر جي سلسلي ۾ نهايت ئي مستند دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ هن ڪتاب جي وڏي اهميت آهي. ايليئٽ، گذريل صديءَ ۾ هن ڪتاب جا ڪي ٽڪرا انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا ۽ ڪتاب جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيائين. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن ڪتاب جو ترجمو خانبهادر محمد صديق ميمڻ ڪيو. جيڪو پهرين سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ طرفان، ديش متر پريس، مان 1947ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. اهو ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان آهي، جنهن ۾ 150 صفحا ۽ قيمت 14 آنا ڇاپايل آهي ۽ ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي. ٻيو دفعو هيءُ ڪتاب مئي 1983ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڇپايو ويو. اهو ڪتاب 118 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز ۾، ڪچي جلد سان آهي ۽ سردار پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتي حيدرآباد مان ڇپيو آهي. سندس قيمت 15 رپيا ڇاپايل آهي. اصل فارسي ڪتاب، 1980ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايو ويو آهي، جنهن جو مقدمو حاشيا ۽ تصحيح، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي آهي. اهو فارسي ڪتاب 290 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز ۾ آهي ۽ قيمت 40 رپيا اٿس.

**بيگلارن جو مقام:** هيءُ مقام ٽنڊي الهيار- ٽنڊي آدم روڊ تي موجود آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: "تورڪي".

**بيگم آغا خان:** اسماعيلي جماعت جي انيتاليهين امام ۽ موجوده آغاخان شاهہ ڪريم الحسينيءَ جي ڏاڏي سر سلطان محمد شاهہ (آغاخان ٽيون) جي چوٿين ۽ آخري بيگم، جنهن جو اسلامي نالو "اُم حبيبہ" رکيو هئائون. هوءَ ڏکڻ فرانس جي رياست "ويٽ بلينچ بيبريس" ۾ فيبروري 1906ع ڄائي هئي. آڪٽوبر 1946ع تي سندس شادي سر سلطان محمد شاهہ (آغا خان ٽئين) سان ٿي. هن خاتون هز هائينيس آغاخان ۽ اسماعيلي جماعت جي ايتري تہ خدمت ڪئي جو هزهائينيس مٿس راضي ٿي، کيس جماعت جي "ماتا سلامت" جو خطاب ڏنو هو. اهو خطاب ڪانئس اڳ، هزهائينيس آغا خان جي والده ماجده کي مليل هو. 1957ع ۾ آغا خان ٽئين جي وفات کان پوءِ اسوان (مصر) جي ماڻهن، بيگم اُم حبيبہ کي سندس خاوند جي مقبري تي روزانو گلن جي ورکا ڪندي ڏٺو. بيگم اُم حبيبہ "مِس فرانس" بہ رهي چڪي هئي. پاڻ پهرين جولاءِ 2000ع تي وفات ڪيائين. سندس خواهش موجب کيس سندس خاوند هز هائينيس آغاخان ٽئين جي پرڀر اسوان شهر ۾ نيل نديءَ جي ڪناري تي دفن ڪيو ويو.



**بيگمانجي:** ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو. هن نالي واري ڳوٺ ۾ ڪيترائي گهر آباد آهن. هن نالي سان خيرپور- روهڙيءَ جي وچ تي ريلوي اسٽيشن پڻ آهي.

**بيگم ڊاڪٽر اشرف عباسي:** بيگم اشرف عباسيءَ جو جنم 2 جنوري 1925ع تي لاڙڪاڻي شهر جي محلي "وليد" ڳوٺ ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو حڪيم سعيد خان هو. جيڪو نالي وارو حڪيم ۽ زميندار هو. پاڻ تيرنهن سالن جي عمر ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ (فرسٽ ڊويزن) پاس ڪري سنڌ ۾ پهريون نمبر ڪنيائين. هيءُ پهرين مسلم سنڌي خاتون هئي، جيڪا دهليءَ ۾ ميڊيڪل جي تعليم لاءِ وئي، پر ننڍيءَ عمر ۾ شادي ڪرڻ سبب

دهليءَ ۾ تعليم مڪمل نه ڪري سگهي ۽ بعد ۾ 1953ع ۾ ڊاؤ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان ايم. بي. بي. ايس پهرئين نمبر ۾ پاس ڪيائين. بيگم صاحبه هائوس جاب دوران شڪارپور جي مشهور ليڊي ڊاڪٽر سارا صديقيءَ جي هٿ هيٺ ڪم ڪيائين. پنج سال سرڪاري ملازمت ڪرڻ ڪانپوءِ استعيفيٰ ڏيئي سياست ۾ شامل ٿي وئي ۽ "اپوا" توڙي ٻين ڪيترين عورت تنظيمن جي ميمبر رهي. 1965ع ڌاري اولهه پاڪستان اسيمبليءَ لاءِ ميمبر چونڊجي آئي. بعد ۾ پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿي. 1970ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر پڻ رهي چڪي آهي. صحت ۽ مڪاني ادارن جي وزارت به سنڀاليائين. 1988ع جي اليڪشن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجي آئي. هن وقت رٽائرڊ زندگي گذاري رهي آهي. سندس اولاد مان منور عباسي ۽ ڊاڪٽر صفدر عباسي سياست ۾ آهن. بيگم اشرف عباسيءَ پنهنجي آتم ڪٿا "هيڪليون هلن جي" عنوان سان لکي، جيڪا سندس پٽ منور علي عباسيءَ 2005ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.

**بيگم رعنا لياقت علي خان:** بيگم رعنا، الموڙه (يوپي) جي سرسبز پهاڙين جي دامن ۾ جنم ورتو. سندس تعلق سکن جي هڪ گهراڻي سان هو.



ابتدائي تعليم ويلزلي گرلس اسڪول نيني تال مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ اسابيلا شهر برهاني اسڪول ۽ لکنؤ ڪاليج مان بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪري، دهليءَ جي گرلز ڪاليج ۾ اقتصاديات جي استاد مقرر ٿي. 1934ع ۾ سندس شادي نواب زاده لياقت علي خان سان ٿي. بيگم لياقت علي خان پنهنجي مڙس جي ڪمن ۾ هٿ ونڊائيندي هئي. مسلم ليگ آفيس جو ڪم بيگم رعنا ۽ شمس الحسن جي ذمي هو. وومين مسلم ليگ دهليءَ طرفان جڏهن انڊسٽريل هوم ۽ هڪ خواتين لائبرري قائم ڪئي ويئي، ته ان جو افتتاح بيگم رعنا پنهنجن هٿن سان ڪيو. 1946ع ۾ دهليءَ ۾ لارڊ مائونٽ بيٽن وائسراءِ هندستان ٿي آيو ته بيگم رعنا، ليڊي مائونٽ بيٽن ۽ سندس صاحبزادي پاميلا مائونٽ بيٽن جي پنهنجي جاءِ تي دعوت ڪئي، ته جيئن مسلم ليگي عورتون ليڊي مائونٽ بيٽن کي به قومي نظريي ۽ قيام پاڪستان جي اهميت کان واقف ڪن. ان ملاقات جو ليڊي مائونٽ بيٽن تي گهڻو اثر ٿيو. 1947ع ۾ بيگم رعنا جي ڪوشش سان ڇوڪرين ۽ عورتن کي فرسٽ ايڊ جي تعليم ڏيڻ جو انتظام سندن گهرن تي ڪيو ويو. 1947ع ۾ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ لياقت علي خان کي پاڪستان جو پهريون وزيراعظم مقرر ڪيو ويو پاڪستان ۾ تربيت يافته نرسن جي کوٽ کي محسوس ڪندي، بيگم رعنا لياقت، ڇوڪرين ۽ سندن والدين کي آماده ڪيو ته هن معزز پيشي ۾ اچي پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن جي سارسنڀال لهن. ان کان علاوه پاڪستان وومين نئشنل گارڊ قائم ڪيائين، جنهن ۾ به هزار چار سئو ڇوڪريون شامل هيون. 22 فيبروري 1949ع تي آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن (اپوا) (ڏسو: اپوا) قائم ڪئي ويئي، جنهن جو مقصد پاڪستان جي عورتن جي سماجي، تعليمي ۽ سياسي حقن جو تحفظ ڪرڻ هو. اپوا جون شاخون پاڪستان جي هر علائقي ۾ قائم ڪيون ويون. جيڪي عورتن جي معاملي ۾ حڪومت پاڪستان جي لاءِ هڪ مشير جي حيثيت رکن ٿيون. پاڪستان جي ڪيترن ئي ايسوسيئيشنن جو الحاق اپوا سان آهي. 1952ع ڌاري اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ هن پاڪستان جي نمائندگي ڪئي. 1953ع ۾، ملڪ ايلزبيٿ جي جشن تاجپوشيءَ ۾ شاهي مهمان جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. اصل ۾ ڪامن ويلٿ ۾ شريڪ ملڪن مان واحد عورت بيگم رعنا هئي، جنهن کي شاهي مهمان جي حيثيت سان مدعو ڪيو ويو هو. 14 سيپٽمبر 1954ع تي حڪومت پاڪستان بيگم رعنا کي نيدرلئنڊز ۽ 9 جون 1961ع تي اٽليءَ جو سفير مقرر ڪيو. هلال احمر پاڪستان جي چيئرپرسن به رهي. 1955ع ۾ بيگم رعنا ايل. ايل. او. ڪميٽي آف ايڪسپرٽ ان ڪنونشن جي رڪن بڻجي وئي. ان سلسلي ۾ هر سال جنيوا جي اجلاس ۾ شرڪت ڪندي هئي. آمريڪا جي حڪومت طرفان بيگم رعنا کي "مادر پاڪستان" جو خطاب ڏنو ويو. هوءَ ستر واري ڏهاڪي ۾ سنڌ جي گورنر به رهي. 1973ع کان 1976ع ڌاري اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ ڪيس بين الاقوامي "انساني حقوق اوارڊ" ڏنو ويو. هُن 13 جون 1990ع تي وفات ڪئي.

**بيگم شائسته اڪرام الله:** بيگم شائسته اڪرام الله سهروردي، هندستان جي مشهور شهر ڪلڪتي ۾ 1912ع ڌاري پيدا ٿي. سندس والد جو



نالو احسان سهروردي هو جيڪو بنگال جي مشهور جيد عالم ميان سهروردي جو پٽ هو. 1932ع ۾ شائسته جي شادي حافظ محمد ولايت الله جي وڏي پٽ محمد اڪرام الله سان ٿي. ان وقت اڪرام الله ڊپٽي ڪمشنر هو. جيڪو انهن ٿورن مسلمانن مان هو جيڪي ابتدائي آءِ سي. ايس آفيسرن مان چونڊيا ويا هئا. بعد ۾ ڪيس سيڪريٽريٽ دهليءَ ۾ انڊر سيڪريٽريءَ جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. 1938ع ۾ قائداعظم محمد علي جناح آل انڊيا مسلم ليگ سب ڪاميٽيءَ جي ٻيهر تنظيم ڪئي. انهيءَ دوران آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. جنهن ۾ وومين مسلم ليگ ڪاميٽيءَ جي تنظيم ڪئي وئي، ان ڪاميٽيءَ جي دهلي برانچ ۾ بيگم شائسته کي بطور رڪن کنيو ويو. 1940ع ۾ راجا صاحب محمود آباد، بيگم شائسته کي مسلم وومين اسٽوڊنٽس جو ڪنوينر مقرر ڪيو ۽ بيگم شائسته مسلمان شاگرديائين کي منظم ڪيو. افسانا نويسيءَ تي پي. ايڇ. ڊيءَ لاءِ مقالو لکيائين. قيام پاڪستان کان پوءِ پنهنجي خاندان سان گڏ ڪراچيءَ آئي. 1945ع ۾ تحريڪ پاڪستان جي عروج واري زماني ۾، مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. پاڻ پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ جي ميمبر رهي. هن 1948ع ۾ پاڪستاني وفد ۾ ميمبر جي حيثيت سان اقوام متحده جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين ۽ 1956ع ۾ ٻيهر پاڪستان جي نمائندگي ڪئي. 1961ع ۾ بنيادي جمهوريت جي ميمبر منتخب ٿي. 1962ع ۾ سندس مڙس محمد اڪرام الله وفات ڪئي. 1964ع ۾ مراڪش ۾ پاڪستان جي سفير مقرر ٿي. پاڪستانيات جي موضوع تي مختلف اخبارن ۾ سندس مضمون ڇپجندا رهيا. "فرام پرده ٽو پارليامينٽ" سندس مشهور تصنيف آهي. سندس اولاد

مان هڪ ڌيءَ اردن جي شاهه حسين جي ننڍي ڀاءُ شهزادي حسن سان پرڻيل آهي. بيگم اڪرام الله 12 ڊسمبر 2000ع تي وفات ڪئي. کيس ڪراچيءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

**بيگم طاهره آغا:** بيگم طاهره آغا جو جنم 15 جولاءِ 1918ع تي حيدرآباد شهر ۾ ٿيو. هوءَ سياسي ۽ سماجي ڪارڪن آغا محمد اسحاق، ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڪراچيءَ جي ڌيءَ هئي. ايا ڪاليج ۾ زير تعليم هئي ته آغا اعجاز حسين ائڊووڪيٽ سان حيدرآباد ۾ ئي سندس شادي ٿي، تنهنڪري سندس تعليم جو سلسلو ختم ٿيو ان بعد سياسي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. قائداعظم جي مشوري تي آل انڊيا مسلم ليگ جي عورتن واري سب ڪميٽيءَ جي رڪن ۽ ضلعي ڪميٽيءَ جي صدر منتخب ٿي. مارچ 1947ع ڌاري اٽليءَ ۾ عورتن جي بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ نمائندگي ڪيائين سال 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر منتخب ٿي. حيدرآباد ۾ پاڪ- روس دوستيءَ جي انجمن قائم ڪيائين. 1956ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ چوندجي وئي. اقوام متحده ۽ بين عالمي ادارن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. "همارا پاڪستان" ۽ "قائداعظم جناح" سندس مشهور تصنيفون آهن. 1979ع ۾ حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن ۾ ڪيس عورتن واري سيٽ تي چونڊيو ويو. بيگم طاهره آغا 7 مارچ 2000ع تي وفات ڪئي.



**بيگم عبدالله چنا:** سنڌي ٻوليءَ جي هن مشهور ليکڪا جو اصلي نالو زينت چنا هو. جنهن جو جنم سيوهڻ شهر ۾، 1919ع ۾ ٿيو. مئٽرڪ تائين تعليم ورتائين. سنڌس سڃاڻپ هڪ ڪهاڻيڪار ۽ ليکڪا طور آهي. سنڌ جا اديب احترام طور کيس "جيجي زينت چنا" سڏيندا هئا. ماهوار سنڌي رسالي 'مارئيءَ' جي ايڊيٽر هئي، جيڪو پهرين هفتيوار ۽ پوءِ ماهوار شايع ٿيندو هو۽ ڀٽ شاهه ثقافتي ڪاميٽيءَ جا ساليانه پرچا "يادگار لطيف" به ڪجهه وقت لاءِ ترتيب ڏنائين. عورتن جي سماجي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو وٺندي هئي. تاريخ 12 جولاءِ 1974ع تي وفات ڪيائين.



**بيگم عبدالله هارون:** سنڌ جي عورتن ۾ بيگم نصرت عبدالله هارون کي ممتاز حيثيت حاصل آهي. بيگم عبدالله هارون جي سياسي تربيت بيگم مولانا محمد علي جوهر ڪئي. بيگم نصرت کي اهو شرف حاصل آهي ته هوءَ آل انڊيا وومين مسلم ليگ جي صدر چونڊي. هن نه صرف سنڌ، بلڪ پوري پاڪ و هند جو دورو ڪري مسلمان عورتن کي تحريڪ پاڪستان جي لاءِ سجاڳ ڪيو. سندس شادي ننڍي عمر ۾ سر عبدالله هارون سان ٿي. ڪجهه عرصي کان پوءِ قومي خدمت جي جذبي سان سياسي هلچل ۾ ڪاهي پئي. اهو زمانو هو، جو جڏهن پهرين



عالمگير جنگ لڳ هئي. انهن ڏينهن ۾ هوءَ فوجين جي لاءِ سامان گڏ ڪري ڪين موڪليندي هئي. هن بيگم محمد علي جوهر کان متاثر ٿي پهريون دفعو تقرير ڪئي، جنهن جو موضوع آزادي حاصل ڪرڻ هو.

1925ع ۾ بيگم نصرت ڪراچيءَ جي عورتن جي هڪ انجمن قائم ڪئي. انهن ڏينهن ۾ هوءَ آل انڊيا وومين ڪانفرنس ڪراچي برانچ جي صدر به رهي. 1946ع ۾ سنڌ مسلم خواتين ڪاميٽي بنائي وئي، جنهن ۾ بيگم نصرت کي بطور ميمبر نامزد ڪيو ويو. 1946ع ۾ آل انڊيا وومين مسلم ليگ جي چونڊ بيگم اقبال حسين ملڪ جي جاءِ تي ٿي، جنهن ۾ وڏي اڪثريت سان صدر منتخب ٿي. کيس اهو به اعزاز حاصل آهي ته پاڻ قائداعظم جي ميزبان به رهي آهي، انهيءَ ڪري قائداعظم سان بي تڪلفيءَ سان گفتگو ڪندي هئي. بيگم نصرت تحريڪ پاڪستان جي بيباڪ ڪارڪن هئي. سندس سڄي زندگي مسلمانن جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي ڀلائيءَ ۾ گذري. بيگم نصرت ڪيترن ئي تعليمي، سياسي ۽ سماجي ادارن جي ميمبر رهي. سندس خدمتون پاڪستان جي استحڪام لاءِ وسارڻ جوڳيون نه آهن.

**بيگم غلام حسين هدايت الله:** بيگم هدايت الله يا ليڊي هدايت الله جو اصل نالو صغريٰ بيگم هو. سندس جنم سنڌ جي مشهور شهر شڪارپور ۾ ٿيو. کيس تعليم گهر ۾ ڏياري وئي، جو سندس تعلق پٺاڻ خاندان سان هو ۽ ڇوڪرين کي انهن ڏينهن ۾ اسڪول ۾ تعليم ڏيارڻ جو رواج ڪونه هو. صغريٰ بيگم جي والد جو نالو يعقوب خان دراني هو جيڪو پٺاڻن جي مشهور قبيلي پوپلزئي درانيءَ سان تعلق رکندو هو. سندن وڏا، امير دوست محمد خان جي خاندان مان هئا. جن ڏينهن ۾ شڪارپور مان شاهه شجاع جي حڪومت ختم ٿي ۽ محمد زئي خاندان حڪمران ٿيو. انهن ڏينهن ۾ امير دوست محمد خان، محمد زئي خاندان جو سات ڏنو ۽ پاڻ به شڪارپور ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ "سات گام" نالي هڪ جاگير قائم ڪري ورتائين. صغريٰ بيگم جي شادي غلام حسين هدايت الله سان ٿي،



جيڪو انهن ڏينهن ۾ لنڊن مان تعليم حاصل ڪري موٽي آيو هو. سنڌ صوبو انهن ڏينهن ۾ بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ شامل هو بمبئي جي اسيمبلي جڏهن ترتيب ڏني وئي ته سر غلام حسين کي سنڌ جي طرفان وزير ڪنيو ويو. هو ائين سالن تائين بمبئيءَ جي حڪومتي وزارت سان منسلڪ رهيو. جڏهن به اليڪشن ٿيندي هئي ته هو ڪاميابي حاصل ڪري وٺندو هو. سائين جي ايم سيد جي حڪم تي مسلم ليگ وومين سب ڪميٽي قائم ڪئي وئي، جنهن جي صدر بيگم هدايت الله منتخب ٿي ۽ سندس ساٿي ڪارڪنن ۾ بيگم شعبان ۽ مس ولي محمد آفندي جا نالا قابل ذڪر آهن.

مسلمان عورتن جي سب ڪاميٽيءَ جو پهريون اجلاس ڪراچيءَ جي گانڌي گارڊن ۾ ٿيو. جنهن ۾ بيگم هدايت الله ۽ بيگم شفيع تقريرون ڪيون. سنڌي مسلمان عورتن جڏهن ٻيو عام جلسو ڪيو ته ان جلسي کي ڦٽائڻ لاءِ ڪانگريس جي طرفان انتها پسند عورتن کي موڪليو ويو. ڪانگريسي عورتون جلسي ۾ داخل ٿيون. پر سنڌي مسلمان والنٽيئر ڇوڪرين، همت ڪري، جلسي کي ڪنٽرول ڪري ورتو. بيگم هدايت الله احتجاج ڪندي مطالبو ڪيو ته پوليس جي مدد ڏني وڃي. ان مطالبي تي حڪومت پوليس ڪاتي ۾ عورتن جي مقرري ڪئي. بيگم هدايت الله سنڌ جو دورو ڪيو. جنهن

۾ هن مسلمان سنڌي، پنجابي ۽ بلوچ عورتن کي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آماده ڪيو. 31 ڊسمبر 1945ع تي مسلمان عورتن جو هڪ وڏو جلسو ڪياماڙي ڪراچيءَ ۾، بيگم هدايت الله جي صدارت ۾ ٿيو. جنهن ۾ مسلم خواتين کي اينڊڙ چونڊن جي اهميت کان واقف ڪيو ويو ۽ مسلم ليگ جو نصب العين "پاڪستان" ٻڌايو. انهيءَ موقعي تي ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته اينڊڙ چونڊن ۾ مسلم ليگ جي مدد ڪئي وڃي. 11 جنوري 1946ع تي آل انڊيا مسلم ليگ خواتين ڪراچي برانچ جو جلسو انجمن هال ۾ ٿيو جتي بيگم هدايت الله يوم شڪراني جي سلسلي ۾ قائداعظم ڏانهن مبارڪباد جو ٺهراءُ پاس ڪرائي موڪليو. ٺهراءُ جي تائيد بيگم شعبان ڪئي. 1946ع ۾ صوبه سنڌ مسلم خواتين ڪاميٽي بنائي وئي، جنهن ۾ بيگم هدايت الله کي بطور ميمبر نامزد ڪيو ويو. هيءَ ڪاميٽي تنظيمي پروگرامن لاءِ حيدرآباد کان ڪوئٽا وئي، جتي تحريڪ پاڪستان لاءِ تبليغ ڪئي وئي. 16 مارچ 1946ع تي حيدرآباد ۾ مدرسة البنات ۾ هزارين عورتن جي موجودگيءَ ۾ مسلم ليگ جي ڪارروائي زير صدارت بيگم غلام حسين هدايت الله جي منعقد ٿي. بيگم هدايت الله صدر ڪانفرنس جو شڪريو ادا ڪندي تاريخ مان مسلم خواتين جي بهادري ۽ قربانيءَ جا حوالا ڏيندي چيو ته "مسلمان عورتن کي مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي، پنهنجي پيدائشي حق پاڪستان جي آخري جدوجهد لاءِ تيار رهڻ گهرجي." سنڌ مسلم ليگ جي سرگرم ڪارڪن بيگم طاهره اعجاز حسين آغا، هڪ 44 صفحن جو ڪتاب نالي "اسان جو پاڪستان" 1946ع ۾ ڇپايو هن مسلم ليگ جي صدر بيگم هدايت الله ڏانهن منسوب ڪيو.

لاهور ۾ سنڌ مسلم ليگ جي عورتن جو هڪ احتجاجي جلوس صغريٰ بيگم جي اڳواڻيءَ ۾ نڪتو. جلسي جي ٻنهي طرفن کان پوليس جي ڪمڪ هئي. پوليس جي سپرنٽينڊنٽ صغريٰ بيگم وٽ اچي پنهنجو هٿ صغريٰ بيگم جي مٿان ڏيئي چيو ته "توهان اڳتي نه ٿا وڌي سگهو." صغريٰ بيگم سپرنٽينڊنٽ ڏي نفرت جي نگاهه سان ڏسندي ڪيس جواب ڏنو ته پنهنجو هٿ پري ڪر، اسان سنڌ مان صرف انهيءَ لاءِ آيا آهيون ته مسلم ليگ جو جهنڊو عمارت جي مٿان ڪوڙيون ۽ پوءِ جهنڊو کڻي پاڻ ڇپر تي ويهي رهي. ايتري ۾ هڪ ماڻهو جيڪو نئشنل گارڊ هو تنهن صغريٰ بيگم کي چيو ته گرائونڊ کان جلدي نڪرو، ڇاڪاڻ ته ڳوڙها آڻيندڙ گئس جا گولا اڇلايا پئي ويا. پر هن ڪيس جواب ڏنو ته مان ايستائين هتان نه نڪرنديس جيستائين مٿي بلڊنگ واريون ڇوڪريون ٻاهر پهچن، جيڪڏهن اهي فائر ڪرڻ چاهين ته پلي ڪن." نيٺ هوءَ پنجاب سيڪريٽريٽ بلڊنگ تي جهنڊو چاڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي. تاريخن ۾ ٻهريون پيرو پاڪستان جو جهنڊو ڪوڙڻ واري جنهن گمنام عورت جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو اها سنڌ جائي خاتون صغريٰ هدايت الله هئي. بعد ۾ صغريٰ بيگم کي گرفتار ڪيو ويو. هن واقعي جي ٽن ڏينهن بعد خضر وزارت استعيفيٰ ڏني. ٻئي ڏينهن سڀ قيدي عورتون جيل مان آزاد ٿيون. اهڙيءَ طرح بيگم غلام حسين هدايت الله تحريڪ پاڪستان جي لاءِ نمايان ڪارناما انجام ڏنا.

**بيگم فقيرياڻي:** مائي بيگم فقيرياڻي روهڙي شهر جي فنڪار گهراڻي سان واسطو رکندي هئي ۽ سنڌ جي ناماري ڳائڻي هئي. سنڌس جنم 1915ع ۾ ٿيو. مائي بيگم کي "ڀٽ ڌڻيءَ جي فقيرياڻي" يا "لطيف جي فقيرياڻي" سڏيو ويندو آهي. اڪثر ڀٽ جي درگاهه تي ويندي رهندي هئي. انهيءَ محبت ۾ هن پنهنجو ڪلام پڻ چيو هو. سنڌس کي ڪافيون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪافين جي ڪتاب ۾ شامل آهن. بيگم فقيرياڻيءَ مائي



غلام فاطمه موچياڻيءَ جي هيءَ ڪافي ڪمال ڳائڪيءَ سان ڳائي هئي، جيڪا سندس سڃاڻپ بڻجي وئي:

'محبت وڏي آهيان ماري، نه ته ڪير ڪشالا ڪري!'

بيگم فقيرياڻيءَ پنهنجو فني ورثو پنهنجي پٽ ناماري شاعر، استاد ۽ فنڪار درگاهي ميراڻيءَ ڏانهن منتقل ڪيو ۽ هن وقت سندس پوٽو اختر درگاهي نئين ٽهيءَ جو سنو شاعر ۽ سريلو فنڪار آهي. بيگم فقيرياڻيءَ جي وفات 13 اپريل 1987ع ۾ ٿي.

**بيگم گلان جو مقبرو:** هي ماڳ ڪلهوڙن جي صاحبي 1873-1800ع دوران اڏيل. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ديهه ۽ ڳوٺ نورمحمد تعلقو دولتپور، ضلعو نواب شاهه هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، اوڀر ۾ هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهري جو ڳوٺ هتان کان 3 ڪلوميٽر اولهه ۾ ۽ مورو شهر هتان کان 16



ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°32'50" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°4'8" ڊگرين تي موجود آهي. بيگم گلان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي گهرواري ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ماءُ هئي. سندس مقبرو رٽ ۾ مستطيل آهي. جنهن کي اوڀر ۾ ونگن سان دروازو ڏنل آهي. مهاڙي ڇئن اين ۽ پنجن سڌن پانيلن سان سينگاريل آهي. اپرندي پاسي کي ڇڏي باقي هر پاسي واري ديوار ۾ پنج ايا ۽ پنج سڌا پانيل ٺهيل آهن. ڏکڻ ۾ نوڪدار ونگ سان روشندان (ventilator) لڳل آهي. چجهري مقبري جي چوڌاري ڦريل آهي، جنهن جي ڪنڊن وٽ برجيون (Turrets) ٺهيل آهن. مقبري کي محرابي ڇت آهي؛ جنهن جي مٿان ڪوٺيءَ جو ابتو گل ٺهيل آهي ان جي مٿان ڪلس ڏنل آهي. اندران ٻاهران گچ گاري سان لنب ٿيل آهي. گل بوٽن جا ڏنڊلا عڪس ايجا بيٺا آهن. اندر اولهه واري ديوار تي اندرئين پاسي ونگاوان پانيل ٺهيل آهن. اهڙي طرح ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ به اهڙا گهڻ راسي ونگن وارا پانيل ڏنل آهن. پٽيون اندرئين طرف چٽيل آهن. هن وقت مقبري جي حالت سٺي ڪانه آهي. هنڌان هنڌان ڏري پيو آهي. چوڌاري جهنگلي ٻوٽا وڪوڙجي ويا اٿس. سمر ۽ ڪلر اڏاوت جي رنگيني تي گهڻو اثر انداز ٿي آهي. آرڪيالاجي کاتي جي سنڀال ۾ آيل هي ماڳ ترت مرامت گهري ٿو.

**بيگم مريم حاتم بدرالدين طيب جي:** بوهرا فرقي جي بزرگ سر اڪبر حيدريءَ جي ڌيءَ بيگم مريم حاتم، 27 سيپٽمبر 1899ع تي جنم

ورتو. ابتدائي تعليم محبوبيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد دڪن مان حاصل ڪيائين



۽ اتي ئي سينيئر ڪئمبرج تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس والده جو نالو ليڊي آمنہ حيدري هو. 1918ع ۾ سندس شادي، حاتم بدرالدين طيب جي بئريسٽر سان ٿي. 1936ع ۾ هيءُ خاندان لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ ويلو، جتي بيگم مريم حاتم سماجي، سياسي ۽ تعليمي ڪمن ۾ حصو ورتو. هيءَ اردو، انگريزيءَ ۽ پارسي ادب مان پوريءَ طرح واقف هئي. بيگم مريم حاتم ڪراچي ضلعي اسڪول بورڊ، ريڊ ڪراس، ليڊي ڊفرن اسپتال ۽ مسلم وومين ائسوسيئيشن جي سرگرم رڪن ٿي رهي. ان ڪان سواءِ اڊلٽ بلائنڊ سينٽر جي صدر ۽ آنريري بينچ مئجسٽريٽ پڻ ٿي رهي. بيگم صاحبہ انگلنڊ، ڊنمارڪ، جرمني، هالئنڊ، ناروي، ايران، شام، لبنان، سويڊن، ٿائيلئنڊ، مصر، ڪئناڊا، ملائيشيا، سينگاپور ۽ گهانا جو سفر ڪيو. سندس گهڻو وقت سماجي، سياسي ۽ تعليمي سرگرمين ۾ گذريو.

**بيگم ممتاز راشدي:** بيگم ممتاز راشدي، سنڌ جي نامور عالم ۽ سياستدان پير علي محمد راشديءَ جي گهرواري، 8 مارچ 1934ع تي



ڪلڪتي ۾ ڄائي. شروعاتي تعليم 1947ع ۾ انڊيا جي دارجيلنگ ضلعي جي ڊائوهل اسڪول مان حاصل ڪيائين. 1952ع ۾ ايڊن گرلس ڪاليج ڍاڪا مان آرٽ جي اعليٰ امتحان ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪيائين سندس مضمونن ۾ انگريزي، معاشيات، منطق، علم سياسيات ۽ سنڌ جي تاريخ ۽ تصوف شامل هئا. ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۽ ٻوليءَ ۾ پهرين پوزيشن ۾ بي. اي پاس ڪيائين. 55- 1954ع ڌاري ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان پهرين پوزيشن ۾ ايم. اي پاس ڪيائين. 56- 1955ع ۾ آمريڪا جي نارٿ ڊئم انڊيانا يونيورسٽيءَ مان صحافت ۾ ڊپلوما ڪيائين. پاڪستان جي ڪيترين ئي سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۾ مضمون لکيائين. ڪيس انگريزي، فرينچ، بنگالي، اردو ۽ سنڌيءَ تي مهارت حاصل هئي. بيگم ممتاز راشدي 1955ع ۾ شاديءَ ڪان پوءِ سنڌ جي ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ ٻارن جي صحت، عورتن جي رتبي جي واڌاري لاءِ سماجي ڪمن ۾ حصو ورتو. 1959ع ڌاري فلپائين ۾ وومين لايرس جي سيمينار جي صدارت ڪيائين. 1984ع ڪان 1986ع تائين پاڪستان سرڪار جي ڪئبينيٽ ڊويزن هيٺ عورتن جي ڀلائيءَ ۽ ڀلائيءَ واري ڪميشن جي ميمبر پڻ رهي. سنڌ ۾ سماج سڌار تحريڪ جي صدر رهي، هن عورتن ۽ ٻارڙن جي ڀلائيءَ لاءِ سوشل ويلفيئر آرگنائيزيشن پڻ ناهي. سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ٻهراڙيءَ جي عورتن جي ترقيءَ وارن منصوبن واري نئشنل آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن جي ايڊوائيزر ۽ ڪوآرڊينيٽر رهي. 1986ع ۾ پاڪستان طرفان سارڪ ڪانفرنس ڍاڪا ۾ شرڪت لاءِ وفد جي اڳواڻي ڪيائين. 1959ع ۾ يونيسڪو ڪانفرنس منيلا ۾ شرڪت ڪيائين. 1961ع ۾ منيلا ۾ اسلام جي ترقيءَ بابت يونيسيف ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي. ان ڪان سواءِ هن پاڪستان طرفان ڪيترن ئي ملڪن ۾ ٿيل سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي. 1984ع ۾ سندس 'ڊان' ۾ ڇپيل علمي ڪالمن جي اردو ترجمي جو ڪتاب "سنڌ نگاهِ قدر شناس" ڇپيو. جڏهن تہ "ايرانين بليو ان سنڌ" ۽ "اسلامڪ آرٽ اينڊ ڪلچر آف سنڌ" ڪتابڙن مان پهريون ڇپيل آهي. 1986ع ڪان 1989ع تائين قائداعظم اڪيڊمي جي بورڊ آف گورنرس جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جي ميمبر چونڊجي وئي. پاڻ پاڪستان نئشنل ڪائونسل آف آرٽس، اسلام آباد جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر پڻ رهي. 1987ع ڪان 1990ع تائين يونيسڪو سان سهڪار بابت پاڪستاني ڪميشن جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر رهي. 1989ع ۾ بيگم ممتاز راشديءَ کي تعليم واري وفاقي وزارت پاران آثار قديمہ بابت بين الاقوامي ڪميشن جو ميمبر پڻ چونڊيو ويو. سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام جي سينيٽ ۽ سنڊيڪيٽ جي ميمبر پڻ رهي. پير علي محمد راشديءَ جي آخري ڇپيل مشهور انگريزي ڪتاب "Sindh Days and Ways" بہ بيگم ممتاز راشديءَ جو ايڊٽ ڪيل آهي. 1975ع واري "سنڌ ٿرو سينچري انٽرنيشنل ڪانفرنس" ڪراچي جي فعال ۽ متحرڪ ميمبر رهي. سندس وفات پهرين نومبر 2004ع تي ٿي، ۽ کيس ميوا شاهہ قبرستان ۾ سندس مڙس پير علي محمد راشديءَ جي پرسان دفن ڪيو ويو. سندس اولاد ۾ پٽ عادل ۽ نياڻي عنادل آهن.

**بيگم نصرت ڀٽو:** بيگم نصرت ڀٽو ايران جي هڪ نامياري پارسي واپاريءَ، مرزا محمد اصفهانيءَ جي ڌيءَ آهي، سندس والدين پهرين بمبئيءَ ۾ رهندا هئا. بيگم نصرت، جيزز اينڊ ميري ڪانونٽ مان سينيئر ڪئمبرج پاس ڪئي. 5 سيپٽمبر 1951ع تي نامور سياستدان شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان سندس شادي ٿي. هوءَ گهريلو سوشل خاتون هئي. جنرل ضياءُ الحق هٿان پنهنجي عظيم مڙس ذوالفقار علي ڀٽي جي گرفتاريءَ ڪان پوءِ هن عملي سياست ۾ حصو ورتو ۽ خاوند جي گرفتاريءَ خلاف، سپريم ڪورٽ ۾ آئيني پٽيشن داخل ڪئي. اها پٽيشن بيگم نصرت ڀٽو، چيف



آف آرمي اسٽاف جي خلاف ڪئي هئي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ڦاسيءَ ذريعي شهادت ڪان پوءِ بيگم نصرت ڀٽو، پيپلز پارٽيءَ جي چيئرپرسن ٿي. ڪيترائي سال پنهنجي گهر ۾ نظربند رهي. 1983ع ۾ يورپ ۾ علاج ڪرائڻ جي اجازت مليس. انهيءَ جلاوطنيءَ واري زماني ۾ سندس ننڍو پٽ شاهنواز ڀٽو فرانس ۾ پراسرار نموني قتل ٿي ويو. نومبر 1987ع ۾، پنهنجي بين الاقوامي شهرت رکندڙ ڌيءَ محترمہ بينظير ڀٽو شهيد جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پاڪستان آئي. بيگم صاحبہ چار دفعا قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجي چڪي آهي. پهريون دفعو 1977ع ۾ عورتن جي مخصوص سيٽن تان، ان بعد 1988ع ۾ هڪ ئي وقت چترال ۽ لاڙڪاڻي مان، بعد ۾ 1990ع ۽ 1993ع ۾ بہ دفعا لاڙڪاڻي مان قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊي وئي. 1996ع جي چونڊن ۾ مير مرتضيٰ جي قتل، ضعيفيءَ ۽ مستقل بيماريءَ سبب حصو نہ ورتائين. پيپلزپارٽيءَ جي چيئرپرسن جو عهدو بہ پنهنجي ڌيءَ بينظير کي ڏني. پاڻ گوشہ نشين ٿي وئي. هن وقت بيماريءَ جي حالت ۾ عرب امارات جي گاديءَ واري هنڌ دبئيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**بيگنا:** ٺٽي ضلعي جي جاتي تعلقي ۾ هڪ ننئين آباد ٿيل بستي. بيگنا واهہ جي اولهہ واري ڪپ تي بيگنا موريءَ جي پر ۾ سجاول- جاتيءَ ۽ جاتي- بلورو روڊ تي جاتيءَ ڪان ست ميل اتر ۾ واقع آهي.

**بيگن ٻارڻ:** بيگن ولد نورمحمد ٻارڻ ضلعي ٺٽي، تعلقي جاتيءَ جي ڳوٺ ٻائي ٻڍيءَ جو ويڙهل سگهڙ هو. سينگار جا بيت چوندو هو. سندس ڪلام جو ذخيرو ڪافي هو. جيڪو وقت جي گرد ۾ هيٺ مٽي ٿي ويو. بيگن ٻارڻ 1950ع ڌاري وفات ڪئي.

**بيگن جروار:** تعلقي ٽنڊي الهيار جي ديهه ڏالوءَ جو هڪ ڳوٺ. 200 سال اڳ رئيس بيگن خان جروار نالي هڪ نيڪ مرد "نانگنا واهه" جي پراڻي ڍوري جي ڪپ تي اچي آباد ڪيو. "نانگنا واهه" جي ان پراڻي ڍوري جا نشان اڄ به ڳوٺ جي اتر ۾ موجود آهن. هيءَ واهه اڏيري لال شهر کان ٿورو ڏکڻ طرف گهلو واهه مان نڪرندو هو. جڏهن ته گهلو واهه "مارڪ واهه" مان سعيد آباد جي پريان سنڌو درياهه مان نڪرندو هو. بيگن جروار ڳوٺ حڪمت جي ميدان ۾ مشهور آهي. ناميارو حڪيم ۽ جراح حاجي محمد هاشم عمراڻي به هن ڳوٺ جو رهاڪو هو. جنهن حڪمت ۾ تمام وڏو نالو ڪڍيو. باڳاڻي پاڙي سان تعلق رکندڙ نيڪ سخي مرد ۽ غريبن جو هڏ ڏوکي رئيس شريف خان جروار به هن ڳوٺ جو رهندڙ هو. ڳوٺ جي اوڀر طرف ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي مسڻ جو قديم شهر، اتر طرف 3 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڪامارو شريف ۽ اولهه طرف ڇئن ڪلوميٽرن تي شاهجهان جي دؤر جي هڪ تاريخي مسجد ۽ درويش "پاڪ سنگهار" جو خوبصورت مقبرو موجود آهي. ان کان سواءِ هن ڳوٺ جي آسپاس اهڙا ڪيترائي تاريخي ماڳ موجود آهن. جن تي تحقيق جي ضرورت آهي. ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ جروار بلوچن جو هيءُ سڀ کان وڏو ڳوٺ ليکيو وڃي ٿو. هن ڳوٺ ۾ جروارن کان سواءِ رند، سما، اوڏ ۽ جتوئي به آباد آهن. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ ڌار ڌار پرائمري اسڪول، نڪاسيءَ جو نظام، واٽرسپلاءِ، يونين ڪائونسل، جانورن جي اسپتال جهڙيون سهوليتون موجود آهن. بيگن جروار جي ويجهو شاهه لطيف جي صحبتي بزرگ ميين صابر ولهاريءَ جو به مقبرو موجود آهي.

**بيگو ديرو:** تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'درياءَخان گاڏهي'، 'سلطان گاڏهي'، 'چپرخان گاڏهي'، 'چنا'، 'غلام علي گاڏهي' ۽ 'پريو ڪوسو'.

**بيگهو:** تعلقي ڪنڊڪوٽ، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان 5 ڳوٺ آباد آهن: 'مير مهراڻ خان (ڏياڻي)'، 'نظر چولياڻي'، 'محمد امين ننڊواڻي'، 'محمد امين جعفري' ۽ 'موتيو لاشاري'.

**بيلُ:** عام مشهور چوپايو جانور. قديم دور کان وٺي هي زمين کي هر ڏيڻ ۽ زمين جي ڪيڙيءَ ۾ مدد ڏئي ۽ بيل گاڏي ڇڪي. (تفصيل لاءِ ڏسو "ڏڳو ڏاند"). کوهه مان مٽي ڪيڻ لاءِ خاص قسم جي وڏي ڪوڙر کي به بيل چئبو آهي.

**بيلا واهه:** هن نالي سان ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي "پڙيا" ۾ هڪ ديهه موجود آهي. انهيءَ نالي سان ساڳيءَ ديهه ۾ هڪ ڳوٺ به آهي.

**بيلجيم:** هن ملڪ جو سرڪاري نالو "بيلجيم جي شهنشاهيت (Kingdom of Belgium" آهي. اتر ۾ نيدر لئنڊس، ڏکڻ ۾ فرانس، اوڀر ۾ جرمني ۽ اولهه ۾ سمنڊ اٿس. گاديءَ جو هنڌ برسلز آهي. سٺن صوبن تي مشتمل هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي "فليمش" آهي. جڏهن ته ٻين ٻولين ۾ فرينچ ۽ جرمن کي ٻئي ٽئين نمبر تي حيثيت حاصل آهي. سرڪاري مذهب "عيسائيت" ۽ سڪو "بيلجين فرئنڪ" اٿس. هن جو ڏکڻ- اوڀر وارو حصو ٽڪرن تي مشتمل آهي، باقي حصو سرسبز آهي، جنهن ۾ ندين ۽ واهن جو جار پکڙيل آهي. اتر طرف کان ڏکڻي ساموڊي پٽي هجڻ ڪري، سڄو سال موسم خوشگوار رهي ٿي. 'والونس' (Wallons) ۽ فليمنگس ۾ اندروني جهيڙي سبب ڪيترين ئي حڪومتون تبديل ٿينديون رهيون ۽ نتيجي ۾ 1989ع جي آئين موجب بيلجيم، فلئنڊرس، والونيا ۽ برسلز جي خودمختيار رياستن ۾ تقسيم ٿي ويو. 1993ع ڌاري آئين ۾ ترميم ڪري مختلف رياستن کي وفاق جي ماتحت ڪيو ويو. بيلجيم ۾ هن وقت شهنشاهي نظام آهي. سينيٽ ۽ چيمبر جا ميمبر شهنشاهه جي ماتحت هوندا آهن. معيشت جو دارومدار صنعت ۽ زراعت تي آهي. هتي ڪٽڪ، پٽاٽا، ڪمند ۽ ٻيا فصل جام ٿين ٿا. ترقي يافته ملڪن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. بيلجيم ۾ ڌاڳي، شيشي، دوائن ۽ پيٽرول صاف ڪرڻ جا ڪارخانا تمام گهڻا آهن. بيلجئم ۾ هيرن تراشڻ جو ڪم پڻ ٿيندو آهي ۽ بيلجئم جا تراشيل هيرا گهڻا مشهور آهن. سنڌ ۾ وڏ گهراڻيون عورتون اهي ڳهن ۾ جڙائي پائينديون آهن. هن وقت، هيءَ ملڪ يورپ ۾ واپار جو وڏو مرڪز آهي. هتي ڪيترين ئي بين الاقوامي تنظيمن جا هيڊڪوارٽر پڻ آهن.

**بيلدارُ:** واهن ۽ رستن جي مرمت ۽ سنڀال ڪندڙ سرڪاري ملازم، جيڪو ڪوڏر ڪٽي واهه جي ڪپن تي هلندو رهندو آهي ته جيئن ڪٿان ڪا روڻ نه پئجي وڃي. انهيءَ حالت ۾ يڪدم مرمت ڪري بند کي مضبوط ڪري ڇڏيندو آهي. رستن جي ڪنارن وغيره خراب ٿيڻ جي صورت ۾ انهن تي مٽي يا گاهه گند وجهندو آهي.

**بيل گاڏي/ ڏاند گاڏي:** بار برداريءَ لاءِ ڪاٺ جي گاڏي، جنهن کي ڏڳا/ ڏاند ڇڪي هلائين. عام طرح سان هيءَ گاڏي سڄيءَ دنيا ۾ رائج آهي، پر سنڌ جي اُتر ۽ لاڙ جي گاڏيءَ جي بناوت جدا جدا نموني جي ٿيندي آهي. اُتر ۾



عام طور "ڏاند" چون. انهيءَ لحاظ سان ڏاند گاڏي چوندا آهن. هن گاڏيءَ جا مکيه ٽي ڀاڱا آهن: ٺاٺو، چاڪ ۽ ڳن پاچاري سوڙو. تختي ۾ به پاٽيا ٻن پاسن کان، وچ ۾ تاڪيون هڻي ڌرو مڪمل ڪندا. گاڏيءَ ۾ ٻه چاڪ ٿيندا آهن.



هرهڪ چاڪ جي وچ ۾ ٿلهو مضبوط ڏرو رکي، پاسي کان گولائيءَ ۾ ونگڙا آرا هڻي چاڪ ٺاهيندا آهن. چاڪ کي مضبوطيءَ لاءِ ٻاهران گول پَٽ چاڙهيندا آهن. ڳَن لاءِ گاڏيءَ جي وچ ۾ مضبوط ۽ ٿلهي ڊگهي ڪاٺي هڻي، ان جي منڍ ۾ پاڃاري هڻندا آهن. جنهن ۾ ڏاند (ڍڳا) ٻڌبا آهن. جيڪي گاڏيءَ کي ڇڪين. تختي کي ٻنهي پاسن کان چار چار اڏا هڻندا، جيڪي گاڏيءَ ۾ پيل مال، گاهه ۽ اَن وغيره جو جَهلو ڪن.

اتر جي ڏاند گاڏيءَ جو اهو هوبهو ساڳيو نمونو پنج هزار سال اڳ موهن جي دڙي مان هٿ آيل ڏاند گاڏيءَ جهڙو آهي. جنهن ۾ اڄ ڏينهن تائين ڪو فرق نه آيو آهي. بيل گاڏيءَ جو هيو نمونو لاڙ واري حصي ۾ هلندڙ آهي جنهن کي ڇڪڙو چوندا آهن. جنهن جي شڪل ۽ بناوت ۾ ٿورو فرق آهي. جيڪا پڻ سڄي ڪاٺ مان ٺهيل هوندي آهي. اُتر سنڌ واري بيل گاڏيءَ ۽ لاڙ واري ڇڪڙي ۾ فرق اهو آهي جو لاڙ واري ڇڪڙي جو ٺاٺو سڄو تختين سان جڙيل هوندو آهي. پاسن کان به سامان کي ڪرڻ کان بچاءَ لاءِ تختا هوندا آهن. جن کي بانڪڙا چوندا آهن. هيو فرق اهو آهي جو اُتر سنڌ جي ڏاند گاڏيءَ کان لاڙ جي ڏاند گاڏي به فوٽ ڪن اُوچي هوندي آهي. انهيءَ حساب سان ان جا چاڪ به وڏا ٿيندا آهن. جيئن ته اُتر ۾ پاڳناڙي نسل جا ڏاند ننڍي قد جا ٿيندا آهن. انهيءَ لحاظ کان گاڏيون به ننڍيون ٺهنديون آهن. ان جي برعڪس لاڙ واري ياڳي ۾ ٿري ڍڳا وڏي قد جا هوندا آهن. تنهنڪري انهن جا ڇڪڙا به وڏا ٿيندا آهن.

**بين:** هي شرنائيءَ جي ساٿي آهي. هي ڇٽن بينن تي مشتمل آهي. هن جي وچ تي چمڙي جي ٿيلهي ٺهيل هوندي آهي. جنهن مان چار بينون ۽ هڪ ڦوڪ ڏيڻ جو نڙو نڪرندو آهي. انهن ڇٽن بينن مان ٽي مٿئين پاسي ۽ هڪ هيٺين پاسي هوندي آهي. مٿئين ٽنهي مان هر هڪ جو آواز مکيه بين جي کرج، پنچم، ۽ مڌم سان مليل هوندو آهي. باقي هيٺين لڙڪيل بين مکيه هوندي آهي. مکيه بين ۾ شرنائي وانگر ڇهه سوراخ ٿين. پنجين نلڪيءَ ذريعي انهي ڳوٿريءَ ۾ وات سان هوا ڦوڪي ويندي آهي. جتان تناسب سان ڇٽئي بينن کي هوا ملندي آهي. مکيه بين تي آڱرين هلائڻ سان مختلف سر ڪڍيا ويندا آهن. هوا جي ڳوٿريءَ مان هڪڙو فائدو ٿئي ٿو جو وڄائيندڙ کي الغوزي وانگر هوا کي قابو ڪري وري اڇلائڻ جي تڪليف نٿي ڪرڻي پوي. وڏي ساز هڻڻ ڪري ڪڇ ۾ رکي وڄائبو آهي. وڄائڻ وارو هڪ ڦوڪ ڏئي ڳوٿري ۾ هوا پري ٿو ڇڏي، جا ايستائين هلندي رهي ٿي، جيستائين هو بي ڦوڪ پري.

فني طور هي ساز راڳڻين جي صورت ظاهر ڪرڻ ۾ ناقص آهي پر شرنائيءَ جي پنيرائي ۽ لئه قائم ڪرڻ ۾ خاصي مدد ڏئي ٿو.

انگريزيءَ ۾ هن کي Bagpipe (مشڪ باجو) ڪري چون ٿا. هن جا مکيه ڀاڱا آهن Bag مشڪ- ڳوٿرو Chanter آلاپڻو Optional Chakis اختياري يا اضافي آلاپڻا ۽ Drones پڻڪارا يا آس ڏيندڙ نليون. هنن نلين ۾ اندر لڪل ڪک ٿين هنن ۾ ڳوٿري جو اضافو 16 ۽ 17 صدي عيسويءَ ۾ ٿيو هي ساز سنڌ ۾ شرنائيءَ جي سنگت ۾ استعمال ٿئي ٿو ان ڪانسواءِ فوجي بينڊ (Band) ۾ به سات ڏئي.

**قدامت:** غير مذهبي استعمال طور هن ساز جو قديم ترين ذڪر 400 ق- م ٿيبيز (Thabes) جي ساز طور آهي جنهن ۾ ڪتي جي کل ۽ هڏي مان ٺهيل آلاپڻ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي. هن جا هيئنر ڪيترائي قسم آهن ۽ هزارين وجوَت دنيا ۾ موجود آهن.

**بينا** (ڪتاب): انگريز دور جي ديس ڀڳت شاعر نرمل جيوتانيءَ جو هيءُ ناول، نرمل پبليڪيشن سوسائٽيءَ حيدرآباد سنڌ جو ڇاپيل ٻيو نمبر ڪتاب آهي، جيڪو اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، رسالا روڊ حيدرآباد مان ڇپيو ۽ اُن جي قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ 93 صفحن تي مشتمل آهي. ان ۾ سنڌ جي ڳوٺاڻي جيوت جو شهري جيوت سان عمدو ميلاپ ڏيکاريل آهي. مزاريءَ ۽ بينا جي ڪردارن جي پيار ڪهاڻي آهي.

**بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي:** بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد، پاڪستان ۾ هڪ عالمي درسگاهه آهي، جيڪا تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هر ممڪن موقعا فراهم ڪرڻ سان گڏ انفرادي ۽ سماجي هم آهنگيءَ کي وڌائڻ ۾ ڪردار ادا ڪري رهي آهي.



يونيورسٽيءَ جو بنياد 15 صدي هجريءَ جي پهرئين ڏينهن يعني پهرين محرم 1401 هه مطابق 11 نومبر 1980ع تي رکيو ويو. يونيورسٽيءَ جو قيام اسلامي جاڳرتا جي امنگن ۽ اميدن جو مظهر آهي ۽ هڪ نئين صديءَ جي شروعات جو بنيادي پٿر پڻ. اسلامي تعليم، ڪردار ۽ تشخص سان گڏوگڏ جديد دنيا جي اقتصادي، سماجي، سياسي ۽ دانشورانه تربيت ڪرڻ به هن يونيورسٽيءَ جو مقصد آهي.

يونيورسٽي 8 فئڪلٽين ۽ پنج خودمختيار اڪيڊمين، ادارن (Institutes) ۽ سينٽرن سان گڏوگڏ 58 تعليمي پروگرام هلائي رهي آهي، جڏهن ته 17000 شاگرد تعليم پرائي رهيا آهن. جن ۾ 6500 شاگرديائيون آهن. اقرا ٽيڪنيڪل سينٽر ۾ جيڪو يونيورسٽيءَ جو ذيلي ادارو آهي، اٽڪل 200 شاگرد تعليم وٺي رهيا آهن.

هيءَ يونيورسٽي تعليم جو هڪ منفرد ادارو آهي. جيڪو دنيا جي ٻن متوازي نظامن يعني مذهبي ۽ ٻين تعليمي نظامن تي ٻڌل ذريعه تعليم ڏئي رهيو آهي. ادارو موجوده حالتن جي تقاضائن موجب اسلامي بنيادن تي ان جا حل پيش ڪري ٿو.

يونيورسٽيءَ ۾ سڄي دنيا مان شاگرد تعليم وٺي رهيا آهن. هن وقت يونيورسٽيءَ جي ڌار ڌار فئڪلٽين ۾ دنيا جي اٽڪل 42 ملڪن جا شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. يونيورسٽيءَ جو گهڻ ٻوليائي، گهڻ ثقافتي ۽ گهڻ نسلي ماحول، مسلم دنيا جي رنگا رنگ ڀُوڙهائيءَ جو چهرو پيش ڪري ٿو. يونيورسٽيءَ جو اهم مقصد اعليٰ تعليمي معيار جي حاصلات آهي. تجرباتي سامان سان ڀرپور ليبارٽرين، لکين ڪتابن تي مشتمل 3 وڏين لئبريرين سان گڏ يونيورسٽي شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جو هر موقعو موجود ڪري ڏئي ٿي ته جيئن شاگرد گهربل شعبن ۾ مڪمل مهارت ۽ قابليت حاصل

ڪري سگھن.

بين الاقوامي يونيورسٽي 17 ملڪن جي نمائندن تي ٻڌل هڪ بورڊ آف ٽرسٽيز جي هٿ هيٺ ڪم ڪري رهي آهي. وڏن صنعتي ادارن سان بهتر رابطي هئڻ جي ڪري شاگردن کي عملي تجرباتي ميدان ۾ سهولتون مهيا آهن. هن يونيورسٽيءَ جو پهريون وائيس چانسلر سنڌ جو ناميارو عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1980ع کان 1983ع تائين رهيو آهي.

**بين الاقوامي اقتصاديات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب غلام حسين خاصخيليءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. قيمت ساڍا 8 رپيا آهي. ڇاپو پهريون. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽيءَ، پنهنجي پريس، مان سال 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**بين الاقوامي عدالت انصاف**: هيءَ عدالت، اقوام متحده (گڏيل قومن) جو سڀ کان وڏو ۽ اهم حصو آهي. هر سال پهرينءَ جون تي، عالمي انصاف جو ڏينهن ملهايو ويندو آهي، ڇو ته بين الاقوامي انصاف جي عدالت انهيءَ تاريخ تي قائم ٿي هئي. هيءَ عدالت بين الاقوامي سطح تي مسئلن ۽ جهيڙن جو نبيرو ڪري ٿي، جنهن ۾ سيئي موضوع شامل آهن. دنيا جي ڪا به رياست جڏهن پنهنجي ڪنهن تنازعي کي هن عدالت جي سامهون آڻيندي آهي ته هي عدالت پنهنجي دستور موجب، (جيڪو ڪيس گڏيل قومن طرفان ڏنل هوندو آهي) فيصلا ڪندي آهي. ”گڏيل قومن“ جو ڪو به ميمبر ملڪ هن عدالت جو در کڙڪائي سگهي ٿو. انهيءَ کان سواءِ خود سلامتي ڪائونسل به ڪو تڪراري مسئلو هن عدالت کي موڪلي سگهي ٿي ۽ جنرل اسيمبلي به هن عدالت کان مشورو طلب ڪري سگهي ٿي. هيءَ عدالت 15 ججن تي مشتمل ٿئي ٿي، جيڪي عدالت جا رڪن سڏبا آهن ۽ جن کي سلامتي ڪائونسل ۽ جنرل اسيمبلي جدا جدا راءِ شماريءَ ذريعي چونڊي مقرر ڪندي آهي. اهي جج پنهنجن عهدن تي نَوَن (9) سالن تائين خدمت انجام ڏيندا آهن. هن عدالت جو قيام هيگ شهر (هالنڊ) ۾ آهي. عدالت پنهنجي صدر ۽ نائب صدر جو انتخاب ٽن سالن لاءِ پاڻ ڪندي آهي ۽ ان جو عملو به پاڻ رکندي آهي. ڪارروائيءَ جي جلد اڪلاءَ لاءِ بين الاقوامي انصاف جي هيءَ عدالت هر سال گڏجاڻي به ڪرائيندي آهي. هيءَ عدالت سيني جهڳڙن جو فيصلو بين الاقوامي قانون مطابق ڪندي آهي. عدالت جي سرڪاري زبان فرانسيسي ۽ انگريزي آهي، ليڪن ڪو فريق (ڌر) ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ به ڳالهائي سگهي ٿو. هيءَ عدالت پنهنجي قيام کان وٺي هيل تائين خاص اختيارن نه ملڻ ڪري، گهڻو مؤثر ڪردار ادا نه ڪري سگهي آهي.

**بين الاقوامي مالياتي فنڊ**: اقوام متحده جي مالياتي ايجنسي آهي، جنهن کي عام طرح آءِ ايم. ايف (I.M.F) چيو ويندو آهي. جيڪو ”انٽرنئشنل مانيٽري فنڊ“ جو مخفف آهي. هي فنڊ 1944ع ۾ آمريڪا جي شهر ”برٽن ووڊز“ ۾ قائم ڪيو ويو هن جو مقصد ٽين دنيا جي غير ترقي يافته ۽ غريب ملڪن جي اقتصادي ۽ ناڻي جي مسئلا جي مشڪلاتن جي حل لاءِ مدد ڪرڻ آهي. جيڪي ملڪ مسئلا جي مشڪلات ۾ ڦاسي ويندا آهن. ”آءِ ايم. ايف“ انهن کي ٻن طريقن جا قرض ڏيندي آهي. هڪ ”اسٽئنڊ باءِ“ انتظام هوندو آهي، جنهن جي وياج جي شرح زياده ۽ واپسيءَ جو عرصو ٿورو هوندو آهي. ٻئي قسم جي قرض کي ESAF يعني (Enhanced




Structural Adjustment Facility) سڏيو ويندو آهي. هن طريقي ۾ وياج جي شرح زياده هئڻ سان گڏوگڏ واپسيءَ جو عرصو به زياده هوندو آهي. انهن ٻنهي طريقن ۾ آءِ ايم. ايف جا ڪي شرط هوندا آهن، جن جو مقصد انهن خامين کي دور ڪرڻ آهي، جنهن جي ڪري مالياتي بحران پيدا ٿئي ٿو آءِ ايم. ايف جيڪي قرض ڏيندي آهي، تن کي ”ايس. ڊي. آر“ (اسپيشل ڊرائنگ رائٽس) ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هي پاڻ خود ڪا ڪرنسي نه آهي، پر ان جي قيمت جو تعين پنجن وڏين ڪرنسين (آمريڪي ڊالر، برطانوي پائونڊ، جرمن مارڪ، جاپاني يين ۽ فرانسيسي فرانڪ) جي روزاني شرح تي ٿيندو آهي، جن جي لاءِ ”باسڪٽ“ جو اصطلاح استعمال ٿيندو آهي.

**بين الاقوامي واپار ۽ پرڏيهي مسئلا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد حسين ترڪ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڇاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، رباني پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1953ع ۾ شايع ٿيو.

**بينا مسرور**: بينا مسرور جو اصل نالو مهه جبين آهي، پر گهر ۾ ننڍي هوندي کان ئي ڪيس ’بينا‘ سڏيو ويندو هو ۽ اهو نالوئي ادبي ۽ شوبز جي دنيا ۾ سندس سڃاڻپ بڻيو. سندس ور جو نالو بيدل مسرور آهي. ان ڪري هاڻي بينا مسرور جي نالي سان مشهور آهي. پاڻ 29 جنوريءَ 1958ع تي حيدرآباد ۾ پيدا ٿي. سندس والد جو نالو صلاح الدين احمد بلوچ آهي، جيڪو ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل جي عهدي تان رٽائر ٿيو ۽ 1984ع ڌاري وفات ڪيائين. بينا جي تعليم انٽر تائين آهي. ڪيس ٽي پٽ ۽ هڪ ڌيءَ آهي. سندس ڀيڻ سحر امداد به سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعره آهي.



بينا، شاعريءَ جي شروعات 1977ع ڌاري ڪئي. گهڻو ڪري سندس نظم، آزاد نظم، نثري نظم ۽ ٿيڙو سنڌي زبان جي مختلف رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. سندس شاعري رومانوي به آهي ته سماجي مشاهدي جي عڪاسي ڪندڙ به آهي، سندس شاعريءَ جو ڪتاب ڇپائيءَ هيٺ آهي. بينا، شوبز جي دنيا جو آغاز 1976ع کان ڪيو. هن جو پهريون ڊرامو شمشيرالحيدريءَ جو لکيل، سٽن قسطن جو سيريل ”منزل“ هو، جنهن ۾ هن ليڪا جو ڪردار ادا ڪيو هو. جنهن کان پوءِ سندس ڪامياب ڊرامن جي هڪ طويل فهرست آهي، جن مان ڪي هي آهن: ’زندگيءَ جو زهر‘، ’فرمانبردار‘، ’سفر ۽ ساٿي‘، ’مانار‘، ’ڪيڏو ڪارونيار‘، ’پيڙا‘، ’ٽاڪيلي‘، ’ٻري هن ڀنيور ۾‘، ’موٽئي جهڙو من‘، ’عيد ٿي وئي‘، ’فيصلو‘، ’خالي گهر‘، ’موت جا پاڇولا‘، ’لڙڪ لڙڪ زنجير‘ ۽ ’انت بحر‘.هن بيدل مسرور جي هدايتن هيٺ ڪيترن ڊرامن ۾ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا آهن. مثال طور: ’رابطو‘، ’خوابن جو شهر‘، ’هار جيت‘، ’زندگي هڪ ڪن‘، ’اميد‘، ’مورت‘، ’ساٿيهه جي سڪ‘ ۽ ’دل ڪا معاملا‘ (اردو)، ’هٿين گل مينڌي‘، ’دل جي دنيا‘ ۽ مور اڏاڻا مور (سيريز). ڊرامن کان سواءِ، بينا ڪيترن ئي ٽي. وي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ به ڪئي آهي ۽ هڪ ٻن اسٽيج ڊرامن ۾ به ڪم ڪيو آهي. بينا به ڊراما پڻ لکيا آهن: ’ٽيلي‘ ۽ ’ٽوپو‘، جيڪي بيدل مسرور ۽ محمد بخش سميجي ڊائريڪٽ ڪيا آهن. بينا مسرور پنج سال گلشن اقبال ڪراچي جي ٽائون ڪائونسلر به رهي آهي.

**بينجو** (Benjo): وڄتارو بنيادي طور ٻاھريون تاري ساز آھي جيڪو اولھه آفريڪا کان آمريڪا ۾ وڄايو ويجي ٿو. هن جو ٻيو قسم جپان ۾ ملي ٿو ننڍي ڪنڊ ۾ هن کي "بلبل ترنگ" به چون ٿا.



**پهريون قسم:** هن جي ڳچي گٽار جيان آھي، پٺي کليل اٿس، ڌاتوءَ جي چڪر سان آوازي پٽ تي ميشو مڙهيل ٿئي. 17 هين صدي ۾ ويسٽ انڊيز جا غلام 18 صدي ۾ آمريڪا جا غلام ۽ 19 صديءَ ۾ آمريڪا جا گورا به هي ساز وڄائڻ لڳا. آمريڪا جي Country music and Jazz تائين پهچي ويو. هن جون قديم صورتون Akanting تان کنيل آهن.

**ٻيو قسم:** هي هن وقت سنڌ جو مقبول ساز آھي. هن جا آڪار تارن جي تعداد ۽ انهيءَ جي ماپي جي لحاظ کان ڪيترائي نمونا آهن. هن جون تارون ٻن مقصدن جون آهن. هڪڙيون آس جون ۽ ٻيون نغمگي جون آهن. جي سڌي طرح ڪليدي تاڪي جي هيٺان لنگهن ٿيون. تارن کي ڪليدي تختي کان مٿي رکڻ لاءِ تارون گهوڙن تان گذاريون آهن. تختو ٻن نمونن جو ٿئي. هڪ هارمونيم جي ڪليدي تختي جهڙو ٻيو وري ٽائيپ رائيٽر جي چاٻين وانگر. هن جي آس واريون تارون گهٽو ڪري ڪرج ۽ پنچم تي رکيل هونديون آهن. بعضي آس جون تارون پتل. يا ڪنجهيءَ جون به وجهجن ٿيون. هي ساز اڪيلو يا گائيڪ سان سنگت طور وڄائي سگهجي ٿو. هن ساز جي مقبوليت جو وڏو سبب هن جي سستي قيمت ۽ وڄائڻ ۾ آساني آھي.

آفريڪي بينجي کي چار يا پنج تارون ٿين جي گهوڙيءَ تان گذاريل ٿين نالي ۾ Mbanzo ۽ Bandore به سڏجي.

چون ٿا ته Bandore لفظ اصل ۾ Bamber آھي چو ته هن ساز جو ڏندو بانس جو ٿئي. هاڻي ته برقي بينجو به ٺهيو آھي.

سنڌ ۾ هن جو ڪاريگر وڄائڻ وارو بلاول بيلجم هو هن پنهنجي نموني جو ساز ٺهرايو هو هن بينجو ٽي وي، ريڊيو تي وڄايو پر ملڪ کان ٻاهر به هن گهڻو نالو ڪمايو هو ڪراچي جي شيدين مان هو

هي ساز سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد ۾ وڄايو ويجي ٿو

**بينچ**[1]: اسڪول ۾ شاگردن جي ويهڻ لاءِ ٻاون سان خاص قسم جو تختو جيڪو ڪاٺ، لوهه يا سيمنٽ وغيره مان ٺهيل هوندو آھي.

**بينچ**[2]: ڪنهن مقدمي ٻڌڻ لاءِ ججن جو مقرر تعداد. اهو جج، جيڪو ٻين ججن سان گڏ فيصلا هلائي، ان کي "بينچ مئجسٽريٽ" چئبو آھي. دراصل هي اٽلي ٻوليءَ جو لفظ آھي، جيڪو ابتدا ۾ "بئنڪ" جي مفهوم ۾ استعمال ٿيندو هو. چو ته سامونڊي بندرگاهن تي سِڪن جي مٽاسٽا جو مسئلو هيءَ بئنڪ، بينچ تي ويهي حل ڪندي هئي.

**بينڊ:** اسان وٽ برطانوي دور ۾ آيو هن ۾ ڪنجهي ۽ پتل جي ٿالهين ڪانسواءِ ڪلارنٽ ۽ مختلف قسمن جا ڊرم شامل هجن ٿا. هي اصل فوجي قسم جو ساز آھي. هن جا موجد مسلمان چيا وڃن ٿا. جن صليبي جنگين ۾ هن کي ايجاد ڪيو پوءِ يورپي لوڪ متاثر ٿيا ۽ پاڻ به بينڊ کي رواج ۾ آندائون. هن ۾ هڪ اڳواڻ هوندو آھي، جنهن کي وڏي لٺ هٿ ۾ هوندي آھي. جيڪو ان لٺ سان مختلف اشارا ڪري پويان هلندڙ سازندن کان طلب جي ڌن وڄرائيندو آھي. اسان وٽ هاڻي شادين مرادين ۾ بينڊ جو رواج آھي. اصل ۾ بينڊ هڪ قسم جو دهل آھي، جنهن جو صرف مٿيون پاسو ڏونڪن سان وڄائبو آھي ۽ ٻيا ساز جيئن بيگ پائيپ، ڪلارنٽ وغيره سنگت ڪن. هن جو وڄڻ جوش ڏيارڻ جو ڪم ڪري ٿو

**بَينسَر/ بَئنسر:** عورتن لاءِ نڪ ۾ پائڻ جو هڪ زيور، جيڪو سون مان ٺاهيو ويندو آھي ۽ سرندي وارن ماڻهن جون عورتون پائينديون آهن. هي نٿ جي سڌريل صورت آھي. لوڪ شاعريءَ ۾ ڳيچن، سهرن ۽ سينگار جي بيتن ۾ بينسر جو ذڪر اچي ٿو. بينسر گهڻو ڪري نهري ٿئي ۽ منجهس ڇَنا جڙاءَ تي ٿئي. جهانءِ، سونن پلڙن ۽ ننڍڙين چمڪين جي ٿئي. هڪ سهري جو بند آھي:

بينسر ادل جي مان لاڙئون آڻايان، مينا مڙهايان
مان ته مينا مڙهايان!

**بينسرو:** باز پکيءَ جو هڪ قسم، جيڪو 'باشي' ۽ 'چِپڪ' جي ميلاپ مان پيدا ٿيندو آھي. هيءُ باز، ٻِسرو يا گدو باز هوندو آھي.

**بينظير ڀٽو، شهيد:** شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي وڏي نياڻي. بينظير ڀٽو جي ولادت 21 جون 1953ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿي. سندس نالو ته بينظير رکيو ويو هو، پر ننڍپڻ ۾ سندس خوبصورت ۽ گلابي رنگ جي ڪري کيس گهر ۾ "پِنڪي" سڏيندا هئا.



پاڪستان جي ٻه ڀيرا چونڊيل اڳوڻي وزيراعظم شهيد بينظير ڀٽو جو والد شهيد ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو صدر ۽ وزيراعظم رهي چڪو هو جنهن جو تعلق لاڙڪاڻي جي مردم خيز زمين سان هو جڏهن ته سندس ماءُ بيگم نصرت ڀٽو جو تعلق ايران جي اصفهان شهر سان آھي.بينظير سندن وڏور ڌيءَ هئي. هي پاڻ ۾ چار ڀائر ڀيڻون هئا. جن مان هاڻي صرف هڪ ڀيڻ صنم ڀٽو

حيات آهي.

بينظير ڀٽو هڪ قداور ۽ تمام حسين عورت هئي، جنهن جي شادي 1987ع ۾ سنڌ جي هڪ ٻئي سياسي خاندان ۾ ٿي. سندس ور آصف علي زرداري نوابشاهه جي بزرگ سياستدان حاڪم علي زرداريءَ جو فرزند آهي، جيڪو ناناڻي طرف کان سنڌ ۾ علم جي شمع روشن ڪندڙ شخصيت حسن علي آفنديءَ سان واسطو رکي ٿو. آصف علي زرداري هن وقت پاڪستان جو صدر آهي. ڪيس ٽي ٻار، هڪ پٽ بلاول ۽ ٻه نياڻيون بختاور ۽ آصفه آهن.



بينظير ڀٽو کي ابتدائي تعليم لاءِ ڪراچيءَ جي مسز جيننگ جي نرسري اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. جنهن کان پوءِ هن 1958ع ۾ ڪراچيءَ جي مشهور اسڪول ڪانوينٽ آف جيزز اينڊ ميري (Convent of Jesus and Mary) ۾ داخلا ورتي. ننڍپڻ ۾ هوءَ هڪ سلڇڻي ۽ سٻاجهي نينگر هئڻ سان گڏ تمام ذهين ۽ هوشيار شاگردياڻي هئي. ستن سالن جي عمر ۾ جڏهن سندس والد جنرل ايوب خان جي مرڪزي ڪابينا ۾ وزير ٿيو ته سندن ڪٽنب راولپنڊيءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتي پهرين ڪيس "پريزنٽيشن ڪانوينٽ" (Presentation Convent) ۾ داخل ڪيو ويو. پر پوءِ جلد ئي سندس ڀيڻ صنم ڀٽو سان گڏ ڪوهه مريءَ جي بورڊنگ هائوس ۾ موڪليو ويو. هن دور ۾ هن کي ڪتابن پڙهڻ جو شوق ٿيو. ڪتابن ۾ هن کي تاريخ، آتم ڪهاڻيون ۽ اگاٿا ڪرسٽيءَ جون جاسوسي ڪهاڻيون پسند هيون. بينظير کي ٽپال جون ٽڪليون گڏ ڪرڻ جو به شوق هو ۽ هوءَ اسڪول جي راندين ۽ ٻين غيرنصابي سرگرمين ۾ به حصو وٺندي هئي، ان ڪري سندس استاد ڪيس گهڻو پسند ڪندا هئا. ننڍي عمر کان ئي مختلف پرڏيهي ملڪ گهمڻ ۽ گهر ۾ ٿيندڙ سياسي گفتگوءَ جي ڪري هن ۾ سياسي شعور موجود هو.

جڏهن سندس والد وزير خارجه بڻيو. تڏهن سندس مقبوليت ۾ گهڻو اضافو ٿيو ۽ ان وقت جي ڪابينا ۾ عمر ۾ ننڍي ۾ ننڍو وزير هئڻ جي باوجود گهڻن تي ڀاري هو. 1965ع ۾ هندستان پاڪستان جي جنگ لڳي، جنهن کان پوءِ ڀٽي صاحب جا ايوب خان سان اختلاف ٿي پيا، ان ڪري هو سندس حڪومت کان ڌار ٿي ويو. هي اهو دور هو جنهن ۾ بينظير کي تمام ويجهي کان ملڪ جي حالتن جو مشاهدو ڪرڻ جو موقعو مليو. 1966ع ۾ جنرل ايوب خان جي حڪومت کان ڌار ٿيڻ کان پوءِ ڀٽو صاحب وڏو مقبول سياسي ليڊر بڻجي اڀريو ۽ هي خاندان ڪراچيءَ واپس موٽي آيو ۽ بينظير وري ڪانوينٽ آف جيزز اينڊ ميري اسڪول ۾ داخلا ورتي، جتان هن صرف 15 سالن جي عمر ۾ 'او' ليول جو امتحان ڏنو. ان کان اڳ 1967ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جو بنياد پئجي چڪو هو. جنهن جو چيئرمين ڀٽو صاحب بڻيو ۽ بينظير صرف چوڏهن سالن جي عمر ۾ ان جي بنيادي پنجن ميمبرن ۾ شامل هئي.

ڪجهه وقت گرامر اسڪول ۾ پڙهڻ کان پوءِ هوءَ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي ريڊڪلف ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ آمريڪا هلي وئي. اهو 1969ع جو سال هو. انهيءَ دور ۾ ويٽنام جنگ خلاف ٿيندڙ ڪيترن مظاهرن ۾ شرڪت ڪيائين. اوڀر پاڪستان ۾ آيل سامونڊي طوفان جي متاثرن لاءِ چندا گڏ ڪيائين ۽ ڪاليج جي ٻين ڪيترين سرگرمين ۽ تقريري مقابلن ۾ حصو ورتائين. جنهنڪري هوءَ ڪاليج ۾ گهڻي مشهور ٿي وئي.

1970ع جي چونڊن ۾ اولهه پاڪستان مان پيپلز پارٽيءَ جي اڪثريت سان چونڊجڻ مهل هوءَ آمريڪا ۾ هئي. ان کان پوءِ اوڀر پاڪستان جون حالتون خراب ٿيون ۽ جنگ لڳي، اوڀر پاڪستان ڌار ٿي ويو. ڀٽي صاحب کي باقي رهيل پاڪستان جو صدر ۽ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر بنايو ويو. ان دور ۾ بينظير ڀٽو جيئن 1972ع ۾ اونهاري جي موڪلن ۾ پاڪستان آئي ته ڀٽو صاحب کيس پاڻ سان هندستان وٺي ويو. جتي ڪيس شملي ۾ اندرا گانڌيءَ سان ملڻو هو. ان ملاقات 18 سالن جي نوجوان بينظير جي زندگيءَ تي وڏو اثر ڇڏيو. عملي سياست جو سندس اهو پهريون تجربو هو. جتي هوءَ اخبارن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن وارن جي توجهه جو مرڪز بڻجي وئي هئي. اتان موٽي هوءَ وري واپس آمريڪا پڙهڻ هلي وئي. اتي پنهنجي چئن سالن واري ڪورس کي پورو ڪري سياست ۾ گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ پاڻ مختصر عرصي لاءِ پاڪستان آئي، وري پنهنجي والد جي خواهش مطابق آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ وڃي داخلا ورتائين. جيڪو پاڻ به اتان پڙهيو هو. جنهن وقت 14 آگسٽ 1973ع تي ملڪ جو آئين نافذ ڪيو ويو. بينظير پاڪستان ۾ آيل هئي. ان کان پوءِ ڀٽو صاحب مختلف دورن ۾ هن کي پاڻ سان وٺي ويندو هو. ان ڪري هن کي ڪيترن مشهور ماڻهن سان ملڻ جو موقعو مليو. جن ۾ هينري ڪسنجر به شامل هو. لاهور ۾ 1974ع ۾ ڪوٺايل اسلامي سربراهي ڪانفرنس ۾ به هوءَ شامل ٿي هئي، جتي هن کي مصر جي صدر انور سادات، سعودي عرب جي شاهه فيصل، لبيا جي ڪرنل قذافي، بنگلاديش جي شيخ مجيب الرحمان، فلسطين جي ياسر عرفات ۽ ٻين سان ملڻ جو موقعو مليو. ان کان سواءِ گڏيل عرب امارات ۽ بحرين جي اميرن سان به ملي. اها سندس لاشعوري تربيت هئي، جيڪا سندس والد ڪري رهيو هو. ان سال آڪسفورڊ ۾ بينظير کي يونين جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو هو. ان کان ڪجهه وقت پوءِ هن انهيءَ يونين جي صدر لاءِ چونڊ وڙهي ۽ 1977ع ۾ هوءَ پهرين ايشيائي ڇوڪري هئي، جنهن اهو عهدو ماڻيو هو.

هوڏانهن پاڪستان ۾ نين چونڊن جو ڇوٽول هليل هو. پي. اين. اي نالي ساڃي ڌر جي پارٽين جي اتحاد اسلامي نظام جي نعري هيٺ هيٺ ماڻهن کي گمراهه ڪيو ته به ڀٽي صاحب جي پارٽي 60 سيڪڙو اڪثريت سان ڪامياب ٿي، پر پوءِ مٿس چونڊن ۾ ڌانڌليءَ جو الزام هڻي هڙتالون ڪيون ويون ۽ احتجاجي سياست ڪئي وئي. 1977ع ۾ پڙهائي پوري ڪري ڊگري وٺي بينظير واپس وطن آئي ۽ پنهنجي پيءُ جي پاران بين الصوبائي رابطه ڪميٽيءَ جي خاص صلاحڪار بڻائڻ کانپوءِ ان حيثيت ۾ سندس آفيس پرسان ئي آفيس ۾ ويهڻ لڳي. 4 جولاءِ 1977ع تي مخالف ڌر سان معاهدو ٿيڻ کان پوءِ جنرل ضياءالحق اوچتو 4 ۽ 5 جولاءِ جي وچ واري رات ۾ ڀٽي صاحب جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. ڀٽي صاحب جي نظربنديءَ کان پوءِ بينظير پنهنجي خاندان سان ڪراچيءَ موٽي آئي. ڀٽي صاحب جي غيرموجودگيءَ ۾ بيگم نصرت ڀٽو کي پيپلز پارٽيءَ جي قائم مقام چيئرپرسن بنايو ويو ۽ بينظير کي سندس سيڪريٽريءَ طور ذميواريون ڏنيون

ويون. هن جي ڀائرن کي ماءُ ملڪ کان ٻاهر اماڻي ڇڏيو هو ته جيئن اهي پنهنجي پيءُ جي آزاديءَ لاءِ دنيا جي ضمير کي جاڳائڻ جو ڪم ڪن. ڀٽي صاحب جو ڪيس هلندو رهيو. بينظير ۽ بيگم نصرت ڀٽو کي بار بار گرفتار ۽ آزاد ڪيو ويو. ڪڏهن ڪراچيءَ ۾ ڪڏهن سهالا پوليس ڪيمپ ۾ ته ڪڏهن سکر جيل ۾. جڏهن ڀٽي صاحب کي ڦاسي ڏيڻ وارو فيصلو ٿيو. ان وقت اهي ٻئي سهالا جيل ۾ هيون. ان کان پوءِ کين ڀٽي صاحب سان ملاقات لاءِ راولپنڊيءَ نيو ويو. جيڪا سائنس سندن آخري ملاقات هئي. ڀٽي صاحب جي شهادت جتي بينظير کي دنيا جي هن وڏي ڏک کان آشنا ڪيو. اتي منجهس وڏي تبديلي آندي، جو پوءِ هوءَ بيحد بهادر بي ڊپي، پراعتماد ۽ بيباڪ عورت بنجي اڀري. محترمه پنهنجي ڪتاب "ڊاٽر آف دي ايسٽ" جي پهرين سٽ اها لکي هئي ته "مون پنهنجي هن زندگيءَ جو پاڻ انتخاب نه ڪيو. پر ان مون کي چونڊيو هو" حالتن هن کي فولاد بڻائي ڇڏيو. بعد ۾ بيگم نصرت ڀٽو جي بيماريءَ سبب کيس پيپلز پارٽيءَ جي شريڪ چيئرپرسن ۽ پوءِ چيئرپرسن بنايو ويو.

1981ع ۾ ايم آر ڊيءَ جي تحريڪ هلي، جيڪا 1983ع ۾ عروج تي پهتي. مارچ 1981ع ۾ پي. آءِ. اي جو هڪ جهاز اغوا ٿيو. جنهن جو الزام سندس ڀائرن تي لڳائي بينظير ۽ بيگم نصرت ڀٽو کي وري گرفتار ڪيو ويو. جتي هُئي 1982ع تائين قيد رهيون. ان کان پوءِ بيگم نصرت ڀٽو سخت بيمار ٿي پئي ۽ ڊاڪٽرن ڦڦڙن جي ڪينسر جو مرض تشخيص ڪيو. جنهن جي علاج لاءِ کيس ولايت وڃڻ جي اجازت ملي ۽ بينظير کي ڪراچيءَ واري گهر ۾ نظربند ڪيو ويو 1984 ۾ بينظير کي ڪن ۾ شديد سور ٿيو. جنهن جي علاج لاءِ ولايت وڃڻ جي کيس اجازت ملي. ائين هوءَ ايندڙ ڇهن سالن لاءِ ملڪ کان ٻاهر هلي ويئي. لنڊن ۾ هن ڪن جي آپريشن ڪرائي.1985ع ۾ فرانس ۾ سندس ڀاءُ شاهنواز جي اوچتي وفات زهر ڏيڻ سان ٿي ته پاڻ فرانس هلي وئي ۽ سندس ميت ڪٺائي، پاڪستان واپس آئي اهو سندس زندگيءَ جو ٻيو سانحو هو، جنهن سان کيس منهن ڏيڻو پيو. ڀاءُ کي پنهنجي پيءُ جي پرسان دفن ڪرايائين. ان وقت جنرل ضياءَ کيس نظربند ڪرايو. بهرحال هوءَ پنهنجي ڀاءُ جي نتل کيس جي پوئواريءَ خاطر وري ڪجهه وقت لاءِ ٻاهر هلي ويئي.



1986 ۾ جڏهن هوءَ لاهور واپس پهتي ته لکين ماڻهن سندس استقبال ڪيو. سندس اهڙي شايان شان واپسيءَ کان پوءِ 1987 ۾ سندس شادي آصف علي زرداريءَ سان ٿي. 10 اپريل تي اوجهڙي ڪئمپ (ڏسو: اوجهڙي ڪئمپ) واري واقعي کان پوءِ 29 مئي1987تي جنرل ضياءَ محمد خان جوڻيجي جي حڪومت ۽ اسيمبليون ختم ڪيون ۽ چونڊن جو اعلان ڪيو. 17 آگسٽ 1987

تي جنرل ضياءَ جو جهاز هوا ۾ ڦاٽي پيو ۽ هو ڌرتيءَ ۽ آڪاش جي وچ ۾ ڪٽي گم ٿي ويو. ظالم آمر جو اهڙو انت اچڻ تي پاڪستان جي ماڻهن جو خدا جي انصاف تي ايمان اڃا پختو ٿيو. غلام اسحاق خان ملڪ جو صدر مقرر ٿيو جنهن بنا پارٽي اليڪشن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. جنهن جي خلاف بينظير پٽيشن داخل ڪئي، ان وقت جڏهن بنا پارٽي اليڪشن خلاف بينظير جي پٽيشن سپريم ڪورٽ ۾ ڪامياب ٿي ۽ ملڪ ۾ اليڪشن جو جوبول ٿيو. ته ان وقت بينظير، بلاول ڀٽو کي جنم ڏئي بلاول هائوس ۾ شفٽ ٿي چڪي هئي.

چونڊن ۾ هن جي پارٽيءَ خلاف نواز شريف جي سربراهيءَ ۾ آءِ. جي. آءِ نالي اتحاد ٺاهيو ويو هو. بينظير چونڊ مهم لاءِ ڪامياب دورا ڪيا ۽ پارٽيءَ کي منظم ڪيو. 1988ع واريون اهي چونڊون پيپلز پارٽيءَ کٽيون ۽ 2 ڊسمبر 1988ع تي ايوان صدر ۾ بينظر ڀٽو وزارت عظميٰ جو قسم کنيو. سموري دنيا جي اسلامي ملڪن ۾ هوءَ پهرين مسلمان عورت ۽ پهرين سنڌياڻي هئي، جيڪا ڪنهن اسلامي ملڪ جي وزيراعظم بڻي هئي. 12 ڊسمبر تي قومي اسيمبليءَ مان اعتماد جو ووٽ ورتائين. سندس اهو دور اختلافن سان ڀريل هو. پنجاب ۾ آءِ. جي. آءِ (نواز شريف) جي حڪومت هئي، جيڪي مرڪز سان ٺهي نه پئي هليا. سنڌ ۾ ايم. ڪيو. ايم حڪومت ۾ شامل هئي، پر لساني ڇڪتاڻ معمول بڻيل هئي. بلوچستان ۾ اڪبر بگٽي سائنس ڪو نه ٺهيو ۽ اتان جون حالتون به صحيح ڪونه هيون. هوءَ "سياسيات" ۽ "بين الاقوامي تعلقات" جون ڊگريون رکندڙ هڪ قابل عورت هئي، هن پاڪستان کي دولت مشترڪ ۾ شامل ڪرائڻ جون ڪوششون ڪيون. هن پنهنجي خارجه پاليسيءَ ۾ انقلابي تبديليون آنديون. ڀارت، آمريڪا، چين ۽ اسلامي ملڪن سان دوستيءَ جا ناتا وڌايا. پهرين نومبر 1989ع تي سندس حڪومت- مخالفن سندس خلاف بي اعتماديءَ جي رٺ پيش ڪئي، جيڪا ناڪام ٿي. ان کان پوءِ حيدرآباد جي پڪي قلعي ۾ ٿيل آپريشن ۾ فوج جي مداخلت کان پوءِ حالتون خراب ٿي ويون ۽ نسلي فساد پڙڪي اٿيا. 5 آگسٽ 1989ع تي ملڪ جي صدر غلام اسحاق خان ٽيليويزن تان قوم کي خطاب ڪري بينظير حڪومت کي برطرف ڪري اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون.

ان کان پوءِ نگران حڪومت غلام مصطفيٰ جتوئيءَ کي ڏني وئي ۽ نين چونڊن جو اعلان ٿيو. چونڊون ٿيون ۽ نوازشريف حڪومت ٺاهي، نئين اسيمبليءَ ۾ بينظير مخالف ڌر جي ليڊر چونڊي وئي. 6 نومبر1990ع تي هن مخالف ڌر جي اڳواڻ طور اسيمبليءَ کي خطاب ڪيو سنڌ ۾ حڪومت ڄام صادق عليءَ کي ڏني وئي، جنهن پيپلز پارٽيءَ ۽ بينظير ڀٽو کي گهڻو نقصان پهچايو. بينظير ڀٽو جي ور آصف زرداريءَ تي ڪيترائي الزام هڻي مقدما قائم ڪيا ويا.

1992ع ۾ نواز شريف کي ساڳئي قسم جا الزام هڻي غلام اسحاق خان برطرف ڪيو ۽ اسيمبليءَ کي ختم ڪري بلغ شير مزاريءَ کي نگران وزيراعظم مقرر ڪيو ويو.



1993 جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڀيرو وري چونڊون ٿيون ۽ بينظير کي ٻيو ڀيرو وزيراعظم بنايو ويو. 13 نومبر تي سندس نامزد اميدوار فاروق احمد لغاري صدر چونڊيو ويو. ڪجهه وقت سانهن ستيءَ سان حڪومت ڪرڻ کان پوءِ وري وڳوڙ شروع ٿي ويا. ڪراچي انساني قتل گاهه بنجي وئي هئي، ٽارچر سيل ۽

ٻورين ۾ بند لاش روز جو معمول بنجي چڪا هئا. نتيجي ۾ ڪراچيءَ مان صنعتون پنجاب منتقل ٿيڻ لڳيون. ڏرين سان ناهه ٿيندا ۽ ڌهندا رهيا. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ڏاڙيلن رڻ ٻاري ڏنو هو. 1995 جي آخري ڏهاڙن ۾ صدر فاروق لغاري بينظير جو مخالف ٿي بيٺو.

20 سيپٽمبر 1995ع تي بينظير جي پنهنجي حڪومت ۾ سازش ڪري سندس مهيي ڀاءُ ميرمرتضيٰ ڀٽي کي شهيد ڪيو ويو. هوءَ جهڙوڪر ٽٽي پئي. اڃا صدمي ۾ هئي ته 5 نومبر تي ڪانئس حڪومت به کسي وئي. قومي اسيمبليءَ کي ٽوڙي سندس سرڪار کي برطرف ڪيو ويو. 1996ع جي ان زوال ۾ جن ٽن ماڻهن جو هٿ هو، اهي ٽئي سندس آندل يا مقرر ڪيل هئا، جن ۾ صدر فاروق لغاري، جنرل جهانگير ڪرامت ۽ جسٽس سيد سجاد علي شاهه شامل هئا.

هڪ ڀيرو وري چونڊن جون تياريون ٿيون. سنڌ جو نگران وزيراعليٰ ممتاز علي ڀٽي کي ڪيو ويو. چونڊون ٿيون، انهن ۾ تمام گهٽ ماڻهن حصو ورتو. بهرحال 17 فيبروريءَ تي نواز شريف جي حڪومت قائم ٿي. 1997ع جي پڇاڙيءَ ۾ بينظير کي وري ڪيترن ڪيسن ۾ ڪورٽن کي منهن ڏيڻو پيو. جدوجهد جي طويل سفر ۽ مخالفن وٽان ملندڙ تڪليفن ڪيس اڃا عوام جي وڌيڪ ويجهو ڪري ڇڏيو.



1999ع ۾ جڏهن پاڻ ملڪ کان ٻاهر هئي ته سندس ور کي اذيتون ڏنيون ويون ته جيئن هو اڻ ڪيل ڏوهن جو اعتراف ڪري. 12 آڪٽوبر 1999ع تي جنرل پرويز مشرف، نواز شريف جي حڪومت ختم ڪري اقتدار تي قبضو ڪيو.

بينظير، دبئيءَ ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي گذارڻ کان پوءِ 18 آڪٽوبر 2007ع تي وطن واپس اچڻ جو فيصلو ڪيو. سندس استقبال لاءِ ڪراچي ايئرپورٽ تي لکين ماڻهو اچي گڏ ٿيا. سندس قافلو جڏهن ڪارساز وٽ پهتو ته ٻه زوردار بم ڌماڪا ٿيا، جنهن ۾ 179 ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. (ڏسو: ارڙهن آڪٽوبر) بينظير کي مارڻ جي ان سازش ۾ سندس دشمن ڪامياب نه ٿيا. هن جي عزم ۾ ڪا گهٽتائي ڪانه آئي. ايندڙ اليڪشن جي تياري ڪندي هن سمورن خطرن جي باوجود ملڪ جي مختلف علائقن جا دورا ۽ جلسا ڪيا. هنگامي حالتون لاڳو ڪرڻ بعد جڏهن جنرل مشرف ملڪ جي عدليہ کي هٽايو ته هن نظربند چيف جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ جي گهر جي ٻاهران وڃي جلسو ڪيو ۽ چيو ته سندس چيف جسٽس اهوئي آهي.

27 ڊسمبر 2007ع تي بينظير ڀٽو راولپنڊيءَ جي لياقت باغ ۾ هڪ عاليشان جلسو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. جلسي تان واپسيءَ مهل عوام جي زبردست محبتن ۽ نعرن جو جواب ڏيڻ لاءِ هن جيئن ئي پنهنجي گاڏيءَ مان

منهن ڪڍيو ته هڪ ڀيرو وري مٿس گوليون وسايون ويون ۽ بم ڦاڙيا ويا، جنهن ۾ پاڻ شهيد ٿي وئي، اهو نه صرف سنڌ جو پر پاڪستان جو انتهائي وڏو نقصان آهي، جنهن جو پورائو شايد ڪڏهن به نه ٿي سگهي. سموري دنيا ۽ پاڪستان سندس ڏک محسوس ڪيو پر سنڌ جي ماڻهن ان کي بنهه ذاتي




ڏک سمجهي، لڙڪ لاڙيا ۽ سخت احتجاج ڪيو. سندس شهادت، سنڌ ۾ نئون ادب، شاعري ۽ نئون ولولو پيدا ڪيو. هو ڪيس "مارئي مليرجي"، "سنڌ راڻي" ۽ "شهيد راڻي" جهڙن نالن سان ياد ڪن ٿا.

محترمہ بينظير صاحبہ جي خداداد ذهانت ۽ سياسي بصيرت جو سڄي دنيا اعتراف ڪيو آهي. هن پنهنجي اقتدار دؤران ۽ اقتدار کان پوءِ ڪيترين ئي صعوبتن جو دليريءَ سان مقابلو ڪيو. وزارت عظميٰ" دوران مٿس ڪيترائي الزام هنيا ويا، پر وقت جون حڪومتون اهي ثابت ڪري نہ سگهيون. والد بزرگوار جي شهادت، ٻن ڀائرن جي شهادت، والده جي مسلسل بيماري، قيد ۽ نظربندي ۽ خاوند جي مختلف الزامن تحت مسلسل نظربندي ۽ گرفتاري وغيره، پر پوءِ به سنڌ جي هن نياڻيءَ حوصلو نہ هاريو ۽ پرڏيهه ۾ رهي پنهنجي پارٽيءَ جي قيادت ڪئي. محترمہ بينظير ڀٽو پنهنجي آتم ڪهاڻي 'ڊاٽر آف دي ايسٽ' نالي سان لکي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مراد علي مرزا ڪيو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪو آهي. ساڳئي ڪتاب جو اردو ترجمو سجاد بخاريءَ "مشرق ڪِي بيٽِي" جي نالي سان ڪيو آهي. ان کان سواءِ سندس ٻي تصنيف "Pakistan: the Gathering Storm" نالي سان شايع ٿي چڪي آهي. سندس آخري ڪتاب Reconciliation: Islam and The West پڻ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي، جنهن جو نالو آهي "سرچاءُ". هي ڪتاب حسين بادشاهه ترجمو ڪيو آهي.

27 ڊسمبر 2007ع پاڪستان جي تاريخ جو سياهه ترين ڏينهن هو، جڏهن لياقت باغ راولپنڊيءَ ۾ محترمہ بينظير ڀٽو تي قاتلاڻو حملو ڪري ڪيس



شهيد ڪيو ويو. ڪيس ڳڙهي خدا بخش ۾ سندن ابائڻي قبرستان ۾ پنهنجي شهيد والد ۽ ڀائرن جي پرسان دفن ڪيو ويو. جيڪا سندس ابدي آرامگاهه آهي. جتي هر سال سندن ورسيءَ تي هزارين ماڻهو اچي ڪين ڀيٽا ڏيندا آهن.

**بينگالي ڪهاڻيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب بهاري. ايچ. چاڇڙيا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ روپيو ڇاپيل آهي. ڇاپو پهريون، زندگي پبليڪيشن طرفان، لائن پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان 1947ع ۾ ڇپيو.

**بِينو**: هڪ قسم جو ڳهه. جيڪو پيشانيءَ تي ٻڌبو آهي. پُرن جي وچ ۾ نراڙ جو ٽِڪو هيءُ ڳهه سونو ٿيندو آهي ۽ هن کي 'ٽِڪو' يا 'ٽڪڙو' به چئبو آهي.

**بِيني**: نڪ جو اندريون پاسو. نڪ جي ٽوٽي.

**بين يا وينا** (ساز): هي قديم سنگيت جو ساز آهي. روايت موجب مهاديو پار پتي کان متاثر ٿي اهو ساز بنايو هو. ان جون چار شڪليون مشهور آهن:



(1) دوربين، (2) ناردبين، (3) سور سوتي بين، (4) وچتر بين. هي ساز ٻن تنبن تي ڏانڊي لڳائي ٺاهيندا آهن. ڪنهن ۾ پردا به ٿين، ڪنهن ۾ پردا ڪو نه به ٿين. ڪنڌ جي ٽيڪ تي ڪڍهن فرش تي هٿي تنبا جهلي رکي وڄائيندا آهن. هي ضرب آهي. هي ڏهن ئي آڱرين سان وڄائڻ جو ساز آهي. ساڄي هٿ جي چئن آڱرين ۾ مڇيءَ جي چلرن جهڙا چلڪا پاتا آهن جن کي مضراب چئبو آهي. بين ۾ اٺ تارون ۽ 19 پردا ٿين. سازن ۾ سڀ کان ڏکيو ساز بين ٿئي.

اتر هندستان جو قديم ساز آهي، جو ڪلاسيڪل موسيقيءَ ۾ به ڪم اچي. 6 صدي عيسويءَ ۾ هن جون تصويرون ملن ٿيون. پر هن جو ذڪر 500 ق. م ۾ ملي ٿو. ان ڪري سمجهبو ته ساز گهٽ ۾ گهٽ 2500 سالن کان هتي موجود هو. بين جي موجوده صورت اٽڪل 16 يا 17 صدي عيسوي کان بحال رهي آهي. هن جي ڳِني يا ڏنڊو ڪاٺ جو پورو ٿئي. هڪ قسم ۾ 24 بند جڙيل ٿين. ڳني جي هيٺان به تمبا لڳل آهن جي آواز ۾ گونج پيدا ڪن. اڪثر بينن ۾ 7 ۽ 8 تارون ٿين جن مان گهڻو ڪري چار بندن سان باقي 3 يا 4 آس هلائڻ لاءِ ٿين. گهڻو ڪري ستار جي بنسبت 5 کان 8 سر هيٺ ورتبي آهي. باوجود پنهنجي پسنديدگي جي به هينئر چند سنا وڄائڻ وارا وڃي رهيا آهن.

**بيوس جو چونڊ ڪلام** (ڪتاب): مشهور شاعر هري دلگير 1988ع ۾ ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ جي چونڊ، هن نالي سان ڇپائي پڌري ڪئي.

**بيوس جي ڪوتا** (ڪتاب): ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ تي هي تجزياتي ڪتاب مشهور شاعر هري دلگير جو مرتب ڪيل آهي، جنهن ۾ بيوس جي گولڊن جبلي جشن ۾ پڙهيل مقالا شامل آهن. جيڪي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ ڀارت سرڪار پاران سڏايل سيمينار آديپور (ڪڇ) ۾ پڙهيا ويا هئا. هي ڪتاب انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور (ڪڇ) پاران 1992ع ۾ ڇاپيو ويو آهي.

**"بيوس" رضوي**: "بيوس" رضوي، نصرپور يا روهڙيءَ جي رضوي سادات مان هڪ شاعر ٿي گذريو آهي. پنهنجي ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي "نوراللّٰه" ۽ "نصير" جو نالو ڪم آندو اٿس، جنهن مان گمان نڪري ٿو ته هو شاهه نصير نوشهري فيروز واري جو معتقد هو. هن 1920ع ڌاري وفات ڪئي.

**'بيوس'، ڪشنچند**: ڪشنچند تيرٿ داس کتري 'بيوس'، جديد سنڌي شاعريءَ کي نئون موڙ ڏيڻ وارو شاعر هو. هن 25 فيبروري 1885ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ تيرٿ داس کتري حڪيم هو. بيوس کي ٻه ٻيا ڀائر به هئا، هڪ تولا رام، جيڪو انگريزي ماسٽر هو ۽ ٻيو موتيرام ڪورٽ ۾ ڪلارڪ هو. ٽئي ڀائر اڃا پڙهندا هئا ته سندن پيءُ لاڏاڻو ڪري ويو. ان ڪري ڪشنچند لاءِ نوڪريون ڪرڻ ۽ گهر جون ذميواريون سنڀالڻ ضروري ٿي پيو. پيءُ جي وفات کان پوءِ سندس ماءُ گهر ۾ حڪمت ڪرڻ لڳي. ڪيس پاڙي وارا "ڏاهي" ڪري چوندا هئا. بيوس پورهيت ماءُ جي خرچ تي پرائمري ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج ۾ پڙهندو هو. هڪ ڏينهن هاسٽل جي سپرنٽينڊنٽ رات جو دير سان ڪشنچند جي ڪمري جي بتي ٻرندي ڏٺي، وڃي ڏٺائين ته 16 سالن جو نوجوان ڪرسيءَ تي ننڊ پيو هو ۽ پاسي ۾ ڪاغذ جي هڪ ٽڪري تي هڪ نظم لکيو پيو هو جيڪو پڙهي ڏاڍو متاثر ٿيو. ٻئي ڏينهن بيوس جي ڪلاس ٽيچر ڪيس مبارڪ ڏيندي چيو ته "تون هڪ ڏينهن ضرور مهان شاعر ٿيندين". اهو سال 1901ع هو. ان کانپوءِ 1925ع کان 1940ع تائين بيوس پنهنجي ابدي ڏات ذريعي سنڌي ٻوليءَ جو بهترين شاعر بڻجي ويو. هن جديد سنڌي شاعريءَ جو بنياد رکيو. ٽئگور کان متاثر ٿيو ۽ سندس شاعريءَ جي مطالعي لاءِ انگريزيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪيائين ۽ لاڙڪاڻي جي گيان باغ ۾ 1940ع کان 1947ع تائين هفتيوار ادبي ڪلاس هلائي، ٽئگور جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي ليڪچر ڏيندو رهيو. بيوس ٻارن لاءِ نهايت خوبصورت شاعري ڪئي آهي. ان زماني ۾ دادا شيوڪ ڀوڄراج، بيوس جي ٻاراڻن ناٽڪن ۾ ڪردار ادا ڪندو هو ۽ اُهي ناٽڪ بيوس جي گهر ٻاهران ٿيندا هئا. اتي ٻالڪن جي ٻاريءَ جا ميڙ به ٿيندا هئا. هن فرشتي صفت انسان لاڙڪاڻي ۾ ٻارڙن جو پهريون وڏو ميڙ به ڪوٺايو هو. سندس ٻاراڻن گيتن جو ڪتاب "موجي گيت" جي نالي سان ڇپيل آهي.



بيوس سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ سدائين زنده رهندو. هن جي شاعرائيءَ واٽ تي هلندي، هوند راج دکايل، هري دلگير، نارائڻ شيام ۽ شيخ اياز سنڌي ٻوليءَ جا ديو قامت شاعر ٿي اڀريا. بيوس جي شاعريءَ جي ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

"سامونڊي سپون" (1929ع)، "شيرين شعر" (1929ع) "قول داني" (بيوس ۽ بين جي شاعري (1939ع)، "گرو نانڪ جيون ڪوتا" (1935ع)، "موجي گيت" (1935ع) اندلٺ (هڪ فصلا ناٽڪ: 1939ع)، "شعر بيوس" (1951ع)، "بيوس گيتا نجلي (1960ع)، سڏ پڙاڏو ساڳيو (بيوس جي شاعريءَ جو گڏيل ڪتاب: 1984ع)، ڪُليات بيوس (مرتب: محمود شاهه بخاري 1991ع)، "ڇهه ڇهه پئسا، ٻه ٻه پايون" (مرتب: نصير مرزا 2001ع)، شايع ٿيل آهن. ان کان سواءِ سندس شاعرائي ڏات، شخصيت ۽ فن تي ڪيترائي ڪتاب ترتيب ڏيئي ڇاپيا ويا آهن. جهڙوڪ: "ڪشنچند بيوس" (ليکڪ: هري دلگير 1982ع)، "بيوس جي ڪوتا جو جائزو" (مرتب: هري دلگير

1993ع)، "بيوس هڪ اپياس 1972ع)، "شاعر ۽ بيوس" (بلديو گاجرا 1983ع)، "بيوس هڪ گلدستو" (ليکڪ هري دلگير 1993ع) وغيره.

ياد رهي ته ڪشنچند بيوس جي هر شعري ڪتاب ۽ سندس فن ۽ شخصيت تي لکيل ڪتابن جا ڪيترائي ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن. ڪشنچند بيوس 23 سيپٽمبر 1947ع تي وفات ڪئي.

**بيوس ڪنواري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ايم. اي. عزيز جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 124 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت اڍائي رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، مخدوم پبليڪيشن، نشان پرنٽس حيدرآباد مان سال 1949ع ۾ شايع ڪيو.

**بيوس گيتانجلي** (ڪتاب): هي ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ جو ڪتاب جهامنداس "مسافر" جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز جي 92 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو آهي ۽ 1960ع ۾ سندر پريس، اجمير مان ڇپايو ويو آهي.

**بيوس هڪ اڀياس** (ڪتاب): هي ڊيمي سائيز جي 246 صفحن تي مشتمل ڪتاب بيوس سيمينار پوني (1970-9-27) ۾ پڙهيل مقالن تي مشتمل آهي، جن کي پريتم. ايل. ورياڻي، گورڌن شرما ۽ سي. ايڇ. رائسنگهاڻيءَ ايڊٽ ڪيو آهي. هي ڪتاب گجرات ساهتيه اڪيڊمي پاران 1972ع ۾ ڇپيل آهي.

**بيوس هڪ گلدستو** (ڪتاب): ڊيمي سائيز جي 83 صفحن جو هي ڪتاب نامور شاعر هري دلگير جي مضمونن تي مشتمل آهي. جيڪو 1999ع ۾ سنڌو ساهتيه اڪيڊمي گجرات ڇپايو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي.

**بيوس هيڪو اڀياس** (ڪتاب): مشهور ليکڪ پريتم ورياڻيءَ جو ڪشنچند بيوس تي لکيل هڪ مقالو جيڪو 1972ع ۾ لکيو ويو. جنهن ۾ بيوس جي زندگي ۽ ڪارڪردگيءَ تي تفصيلي روشني وڌي ويئي آهي ۽ بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو.

**بيوس ۽ نئون دور** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي شاعر، تعليمدان ۽ ليکڪ پروفيسر ارجن شاد، ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ جو ادبي جائزو "بيوس ۽ نئون دور" عنوان واري هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي. ڪرائون سائيز جي 118 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 3 رپيا آهي، جيڪو جنوري 1970ع ۾ سمراٽ ايم. اي. ميرچندائيءَ، انڌيري، بمبئيءَ (ڀارت) مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي. پهرئين باب ۾ ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ جو پسمنظر ۽ باقي بابن ۾ سندس شعري ڪتابن، شيرين شعر، مؤجي گيت، گرونانڪ_ جيون ڪوتا، بيوس گيتانجلي ۽ شعر بيوس جو ادبي جائزو ورتو ويو آهي.

**بيوفا دوست** (ڪتاب): هيءُ رسول بخش خمار جو لکيل ناول آهي. ڪرائون سائيزءَ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، بزم شيرين سخن، حيدرآباد مان سال 1955ع ۾ شايع ڪيو.

**بيوقوفن جو بادشاهه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش جوهر جو جاسوسي ناول آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي، جنهن ۾ 18 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايڇ احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، ڪرائون سائيز ۾، ڪچي جلد سان آهي، جنهن ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت 31 پئسا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڇاپو ب. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، مدينه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 62- 1961ع ۾ ڇپايو.

**ٻُيون/ ٻويون:** سُرهيون ٻُوٽيون، جيڪي خوشبوءِ طور سَوڙن، پٽرائين ۽ وهاڻن ۾ وجهندا آهن.

**بيھي داٽا:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هي هڪ قسم جي ميوي جو ٻج آهي. اهو ميوو گدري جي قد ڪان وڏو، هيڊي رنگ تي ٿيندو آهي. انهيءَ ميوي کي "بِهي" چوندا آهن. اُن تان هن تي اهو نالو پيو. طبيبن موجب طبي لحاظ کان هيءَ طاقتور ۽ تڏي اثر واري شيءِ آهي. معدي کي خوش ڪري ڪين طاقت ڏئي ۽ گهٽي اُڃ گهٽائي ٿو.



# ٻ

**ٻاٻاڻي، ڪيرت:** ڪيرت ٻاٻاڻي سنڌ ۽ هند جي چند غير معمولي اديبن ۽ مفڪرن مان هڪ آهي. جنهن جون قومي، ادبي ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪيل خدمتون سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ هميشہ ياد رهنديون. هن جو پورو



نالو ڪيرت جوئترام ٻاٻاڻي آهي. هن جي جنم ڀومي ڳوٺ موريو لاڪو، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهہ (هاڻي بينظير آباد) آهي، جتي هن 3 جنوري 1922ع تي جنم ورتو. هن اسڪولي تعليم مئٽرڪ تائين "ولس اسڪول نوابشاهہ" (لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نواب شاهہ جي برانچ، هاڻي گورنمينٽ ايچ. ايم خواجہ هاءِ اسڪول جي برانچ) ۾ حاصل ڪئي. هن جي تعليم بي. اي ۽ ايل. ايل. بي آهي. نوابشاهہ ۾ شاگرديءَ دوران استاد روچيرام ٿانواڻيءَ جي ترتيب هيٺ قومپرستيءَ جو صلو من ۾ انگوريس. سنڌ اندر مزدور ۽ شاگرد جدوجهد سان گڏ انگريزن کان ملڪ جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪانگريس جي اثر هيٺ حصو ورتائين. ان زماني ۾ ٽنڊي آدم ۽ نوابشاهہ ۾ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. اسڪولي جيون ۾ ڀريات ڦيريون ڏيڻ، هٽ سان پترا لکي ورهائڻ ۽ قومي ڏينهن ملهائڻ سندس مشغوليون هيون. سنڌ اسٽوڊنٽس ڪانگريس جو سيڪريٽري رهيو. سنڌ ۾ سندس ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي، حشو ڪيولراماڻي، سائين جي. ايم سيد، شيخ اياز، حيدر بخش جتوئي ۽ قاضي فيض محمد سان تعلقات رهيا. هي بنياديٰ طرح ترقي پسند ۽ سنڌ دوست اديب ۽ دانشور آهي. شيخ اياز، ڪيرت بابت راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ "ڪيرت ٻاٻاڻي منهنجو پراڻو دوست آهي، ان جو شمار سنڌي قوم جي عظيم محب وطنن ۾ ڪري سگهجي ٿو. هن جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪافي وسيع آهي ۽ هن جي پنهنجي قوم سان مڪمل وفاداري (Absolute Commitment) آهي." ڪيرت بنيادي طرح آزاديءَ جي هلچل جي پيدائش آهي، هو سنڌي ادبي سنگت جي اوائلي ميمبرن مان آهي ۽ هن، سنڌ ۾ رهڻ دوران جديد ترقي پسند ادب ڪي اي. جي. اُتم، گوبند پنجابي ۽ گوبند مالهيءَ سان گڏجي همٿايو. 'نئين دنيا' ڪتاب گهر ڪراچيءَ جو ان ڏس ۾ وڏو ڪردار آهي. هن ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ ڇڏڻ نہ ٿي چاهي، پر ڀهرين سرڪار ڪيس باغي سرگرمين ۾ شرڪت سبب 11 مهينا قيد ۾ رکيو ۽ آزاديءَ بعد بہ سي. آءِ. ڊي سندس پيڇو نہ ڇڏيو ڪجهہ وقت جي. ايم. سيد ۽ حيدر بخش جتوئيءَ وٽ لڪندي گذاريائين. جتوئي صاحب جي "هاري حقدار" اخبار سنڀاليائين، پر سيءَ آءِ. ڊيءَ سندس پيڇو نہ ڇڏيو ۽ نئين پاڪستاني حڪومت هڪدم ملڪ ڇڏڻ جو پروانو هٿ ۾ ڏئي، ڪيس سنڌ مان زوريءَ روانو ڪيو ۽ هو اکين مان لڙڪ لاڙيندو پنهنجي جنم ڀوميءَ کي الوداع ڪري هند روانو ٿي ويو ان ئي پسمنظر ۾ هن لکيو هو تہ: "تون پڇين ٿو تہ مان اُداس ڇو آهيان!" سندس اهو ليک 1956ع جي "مهراڻ" رسالي ۾ ڇپيو.

ڪيرت ٻاٻاڻيءَ وطن ڇڏڻ کان پوءِ هند ۾ ڪيترن سماجي، ادبي ۽ ثقافتي تنظيمن سان واڳيل رهيو. هُو "اکل ڀارت، سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" جو 18 سالن تائين صدر رهيو. جنهن پليٽ فارم تان هن پنهنجي بزرگن ۽ سائين بي. ايچ ناگراڻي، لالسنگهہ اجواڻي، اي. جي. اتم، گوبند مالهي، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش، پوپٽي هيراننداڻي، هري دلگير، ڪلا پرڪاش، موهن ڪلپنا، لڇمڻ ڪومل، سندري اتمچنداڻي، ٽيڪچند مست ۽ ٻين سان گڏجي 16 سالن جي ڏکي جدوجهد کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ کي ڀارتي آئين ۾ 10 اپريل 1967ع تي سرڪاري ٻولي تسليم ڪرايو. ڪيرت ٻاٻاڻي، ساهتيہ اڪيڊمي دهليءَ جي سنڌي ٻوليءَ جي صلاحڪار ڪائونسل جو ميمبر پڻ رهيو آهي. هن 1981ع ۾ روس جو دورو ڪيو. 1983ع ۾ ورلڊ پيس ڪائونسل طرفان 'چيڪو سلواڪيا' ويو. ان کان سواءِ انٽرنيشنل سنڌي ڪانفرنس جي سڏ تي آمريڪا ۽ انگلينڊ جا دورا ڪيائين. ڪيس "سوويت لئنڊ نهرو" امن اوارڊ (1980ع)، تعليم ڪاتي دهليءَ پاران "اعليٰ ادبي خدمتن تي مڃتا" اوارڊ (1986ع)، مهاراشٽر سنڌي ساهتيہ اڪاڊميءَ پاران ادبي اوارڊ (1989ع)، ڀارتيہ ڀاشا پريشد پاران "ادبي اوارڊ" (1992ع) ۽ ورلڊ سنڌي ڪانگريس پاران "جي. ايم. سيد اوارڊ" وغيره ملي چڪا آهن.

ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: "هوءَ" (ڪهاڻيون 1956ع)، "مالوا" (مئڪسم گورڪيءَ جي ناول جو ترجمو: 1958ع)، "ڪُولي" (ملڪ راج آنند جي ناول جو ترجمو: 1960ع)، "جو درد دل ۾ سمائجي نہ سگهيو" (ڪهاڻيون: 1966ع)، "سُوريءَ سڏ ڪيو" (ناٽڪ: 1972ع)، "ادب ۾ قدرن جو سوال" (تنقيد: 1974ع)، "لينن، دنيا جي عظيم انقلابي شخصيت:" (1980ع)، "اوڪ ٻوڪ" (تنقيد: 1981ع)، "چونڊ سنڌي مضمون" (ترتيب: 1981ع)، "جيڪي ڏٺو هو مون" (روس جو سفرنامو: 1982ع)، "ٻول رٽي" (1982ع)، "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جو جائزو" (1986ع)، "امن جي افق ڏانهن" (مضمون: 1987ع)، "پيهي منجهہ پاتال" (مضمون: 1987ع)، "جيئي سنڌ، سدا جيئي" (ڪهاڻيون)، "نہ ليليٰ نہ مجنون" (ڪهاڻيون: 1987ع)، "چونڊ سنڌي ڪهاڻيون" (ترتيب: 1989ع)، "چونڊ سنڌي مضمون" (1991ع)، "اوهين سڀ ننگا نڪتا آهيو" (ڪهاڻيون: 1993ع)، "ڪجهہ ٻڌايم، ڪجهہ لڪايم" (آتم ڪٿا، 4 جلد: 1997ع)، "لڪيو لياڪا پائين" (شاعري: 2000ع)، "ڌرتيءَ جو سڏ" (ناٽڪ: 2004ع)، "سو سڏ، سو پڙاڏو" (اڌ صديءَ جا خط: 2004ع)، "سنڌين جو سفر" (موهن گيهاڻي ۽ هري پنڪج سان گڏ سنڌي ٻولي هلچل جو دستاويز: 2007ع)، ۽ "مرائي ادب جي تاريخ" (ترجمو) شامل آهن. ان کانسواءِ ڪيرت ٻاٻاڻي 1991ع کان اڄ تائين ماهوار "سنڌ سجاڳ" (سنڌيءَ ۾) ۽ "سنڌ رائيزز" (انگريزيءَ ۾) رسالا ڪڍندو رهي ٿو ڪيرت ٻاٻاڻي اڄ بہ 87 سالن جي عمر ۾ هند ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌيت جو جهنڊو بلند رکيو پيو اچي.

**ٻاٻرڪي:** ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'محمد علي ٻاگراڻي'، 'محمد حسن مگسي'، 'بلال لغاري'، 'سومر مگسي'، 'خيرمحمد مگسي'، 'حاجي ڪالو مگسي'، ۽ 'عبدالله خان مگسي'.

**ٻاٻرو ماڳ/ ٻاٻرين جا آثار:** گڏاپ کان اتر طرف اٽڪل 50 ڪلوميٽر پري ڪراچيءَ جي انتظامي حدن جي آخري ڇيڙي تي 15 ميل ڊگهو ۽ 1560 فٽ اوچو مهير جبل ڳاٽ بلند ڪيو بيٺو آهي. مهير جي اتر واري چوٽيءَ تي مٿي هڪ ڳوٺ ٻڌل آهي، جتي ماڻهن کوهہ کوٽي پيئڻ جي پاڻيءَ جو انتظام ڪيو آهي. اها حيرت جي ڳالهہ آهي تہ خشڪ جبل جي چوٽيءَ تي کوهہ مان پاڻي حاصل ڪيو وڃي. ڇا سچ پچ مهير جبل جو جسم پاڻيءَ سان ڀريل آهي؟ ڏيڍ هزار فٽن جي اوچائيءَ وارا جبل بادلن کي جهلڻ ۽ مينهن وسائڻ جي قوت نہ رکندا آهن ۽ نہ وري سنڌ ۾ برسات جي ايڏي شرح آهي جو جبل پاڻيءَ سان ڀريل هجن.




مهير جي چوٽيءَ تي ٻه ٽي ڳوٺ ٻڌل آهن. وڏي ڳوٺ ۾ هڪ ننڍڙو اسڪول به آهي. ڳوٺ جي پر ۾ ئي اهو کوهه به آهي، جيڪو ڳوٺ کي سال جو ڳچ حصو پاڻي ڏيندو رهي ٿو. هي کوهه ڪنهن قدرتي ذخيري مان پاڻي نٿو کڻي. اڳين پيڙهين جي ماڻهن جبل جي چوٽيءَ تي موجود هڪ جابلو ڊوريءَ جي پيٽ ۾ هڙادو بند ٻڌو هو. هر سال جڏهن مينهن پوندو آهي، تڏهن ان گهاري ۾ پاڻي ٻڌجي وڃي ٿو. اهوئي پاڻي هوريان هوريان زمين ۾ جذب ٿي کوهه ۾ پاڻيءَ جي سطح قائم رکندو اچي ٿو. اها ٽيڪنڪ سنڌ جي جابلو



ماڻهن وٽ ڪا نئين نه آهي. ڪوهستان ۾ ان جهڙا ڪيئي قديم بند ٽٽل ڀڄل ۽ ويران حالت ۾ ملن ٿا. اها ساڳي ٽيڪنڪ گذريل صديءَ جي مُهڙ تائين ريڙهي مياڻ وٽ به استعمال ٿيڻ هئي. اڄ به ريڙهي مياڻ ويجهو ٽاڪرو برساتي ڊوريءَ ۾ ٻن هنڌن تي مضبوط ديوارن (بندن) جا کنڊر ۽ هڪ ڦِٽل کوهه جا نشان اُهن ريڙهي مياڻ تي واٽر سپلاءِ سسٽم اڄڻ ڪانپوءِ قديم سرشتو ڦِٽي ويو آهي. انگريزن جي دور تائين به ان بند جي مرمت ٿيندي رهي هئي. مهير جبل تي موجود ساڳيو سرشتو اڄ به قائم آهي. ڳوٺاڻا ان بند جي حفاظت ۽ مرمت ڪندا اچن ٿا. اڳي انگريز سرڪار مدد ڏيندي هئي. هاڻي ماڻهو پنهنجي مدد پاڻ ڪن ٿا.

مهير ۾ هڪ قدرتي چشمو به موجود آهي، پر ان چشمي تي ڪو ڳوٺ ٻڌل ناهي.

هن وڏي ڊوري جو نالو ’ڪنڊ واري‘ آهي، جيڪو ساوڻ ۾ جبل جي اتاهينءَ تان پاڻي ميڙي اتر کان ڏکڻ طرف لهي ٿو ۽ نيٺ اوڀر مان لنگهه ناهي مهير مان ٻاهر نڪري وري اتر طرف رخ ڪري ٿو اهو ڊورو پوءِ، مهير جبل جي اتر مان وکڙ ڪائي اولهه طرف حب نديءَ ۾ پاڻي اوتي ٿو ان ڊوري ۾ وڏي



ويراني آهي، هتي واڳون موجود آهن. ممڪن آهي ته ڪنهن وقت ۾ وڏين برساتن دوران ڪي واڳون حب نديءَ مان ’ڪنڊ واري‘ ڊوري مان ٿيندا مهير جبل جي هن اونهي ڪنب ۾ اچي ويا هجن. اهو به ممڪن آهي ته سنڌ ۾ ’واڳون پوڄا‘ جي تسلسل ۾ ڪنهن وقت هتي ڪي واڳون پاليا ويا هجن. هي ماڳ پڪ سان تيرٿ آستان به رهيو آهي هتي واڳونءَ جي پوڄا به هلي هوندي.

ڪنڊ واري ڊوري ڪي جنهن ۾ واڳون رهن ٿا. مقامي ماڻهو ’لاهوت اِتڙي‘ چون ٿا. لاهوت اِتڙيءَ تائين پهچڻ کان اڳ واٽ ۾ ڊوري جي اوڀر واري ديوار سان هڪ ننڍڙي تلاءَ ’مِيرڪي اِتڙي‘ جي پر ۾ انساني هٿ جي گهڙيل چڱي موچاري غار آهي. ان ۾ اندر 10-12 ماڻهن جي سمهڻ يا آرام سان وهڻ جي گنجائش آهي.

غار کان اڳتي جبل جون ديوارون ايئون ۽ زمين ريتيليءَ مان ڦِري سخت ۽ پٿرائين آهي. هڪ ڪنب جو نالو ’ڪاري اِتڙي‘ آهي. چشمي جو وهڪرو تمام محدود آهي. ان کان مٿي ننڍڙن آبشارن تان ايترو پاڻي لهي ٿو. جيترو پراڻي پخال جي سوراخن مان نڪرندو آهي. پاڻيءَ جو هي ذخيرو مستقل آهي، انڪري ٻڪرار پنهنجو مال ڪاهي هتي ايندا آهن.

هڙادو غار جي سامهون لڳ ڀڳ پنج سوَ فٽن جي بلنديءَ تي هيءَ بڻي آهي. ڊوري ۾ هڙادو غار ڪانپوءِ قديم انسان جي هڪ ٻي سرگرمي هڪ هڙادو نالي آهي، جيڪا لاهوت اِتڙيءَ جو پاڻي وهائي ٻين کُنن ۽ ڪنين کي پرڻ لاءِ کوٽي وئي آهي. سخت پٿريلي فرش ۾ کوٽيل هيءَ نالي ڏيڍ فوٽ اونهي، ڏيڍ فوٽ ويڪري ۽ وِيهارو کن فٽ ڊگهي آهي. اها نالي کوٽڻ جي پويان وڏي جاکوڙ ۽ سخت ضرورت ڪار فرما نظر اچي ٿي. هن ڊوري جي پيٽ ۾ پنج ست کوهه موجود آهن.

معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ ننڍڙي ماٿري اڳاٽي وقت ۾، گهٽ ۾ گهٽ آمري دور ۾ چڱيءَ طرح آباد هئي. حيرت جي ڳالهه آهي ته هيڏي سخت پٿر ۾ قديم لوڪ اها نالي ڪيئن کوٽي سگهيا؟ بهرحال، هيءَ نالي سنڌ ۾ آبپاشيءَ جي سڀ کان قديم آثارن مان هڪ ٿي سگهي ٿي. دادو ضلعي ۾ منڇر ڍنڍ جي اولهه طرف گاجي شاهه واري چشمي تي ساڳئي دور جي انسانن پڻ هڪ شاهي نالي تيار ڪئي هئي، جنهن جان نشان اُتي موجود آهن.

هي ڊورو هڙادو ناليءَ کان مٿي سوڙهو ٿيندو وڃي ٿو. لاهوت اتڙيءَ وٽ چشمي جو پاڻي جبل جي هڪ سوراخ ۾ ڪري ٿو. جتي ان وهڪري هڪ ڍڪيل ۽ غار نما ڪنب ٺاهيو آهي. اوڀر ڏکڻ طرف غار جو ڪشادو منهن پُر اسرار ڍِڪ ڏئي ٿو. اونداهي غار جي آخري ڇيڙي تي ڇت ۾ ٺهي پيل سوراخ مان ڇڻي ايندڙ روشنيءَ سبب ڪنب جي اندرين ڪنڊ ۾ پاڻي جرڪندو نظر ايندو آهي. غار جي ڇت ۾ پاريهلن پنهنجا آکيرا جوڙيا آهن. هن اِتڙيءَ تي اهو

نالو شايد ان ڪري پيو آهي، جو هي ماڳ ڪنهن حد تائين لاهوت واري اصل ماڳ سان هڪجهڙائي رکي ٿو.

مٽي جبل جون چوٽيون ديو قامت جانورن جهڙيون شڪليون ٺاهي بيٺيون آهن. سڀ کان اوچي چوٽي گهٽڻ منهن واري نانگ جيان ڦڻ ڪنيو بيٺي آهي. هڪ چپ ايئن آهي جڻ ڪو وڏو ڊائنوسار حملو ڪرڻ لاءِ پوين پيرن تي اڀو ٿي بيٺو هجي. انساني کوپڙيءَ جهڙي ... شاهي چپ جبل ۾ قائل آهي، جيڪا جڻ ته خالي اکين جي کوين سان ڊوري ۾ ايندڙ و... ـسي گهوريندي رهي ٿي. هڪ ننڍي چوٽي قد واري ٿُلهي ڪُنيءَ جهڙي آهي. برساتن ڪن ڪن هنڌن تي جبل جون ڪچيون لاهيون، اهڙيءَ طرح ڪوريون آهن، جو اهي مندرن جو جهڳٽو محسوس ٿين ٿيون.

مهير جي ڪلهن تان پنڌ ڪندي ڊوريءَ مان لهي پاٻري واري ٽڪري تي چڙهبو. هيءَ اڏاوت پاٻري جي ٻُنيءَ تي هڪ گوربنديءَ جي آهي، جيڪا ٽڪريءَ جي چٽ تي هڪ ننڍڙي پهاڙيءَ ڊوريءَ جو پاڻي جهلڻ لاءِ ٺاهي وئي هئي. پاڻي جهلڻ جو اهو ساڳيو نمونو آهي، جهڙو مهير جي اتر واري چوٽيءَ تي موجود ڳوٺ ۾ آهي. ٻنهي ٻندن جي جمار ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار هزار سالن جي وٿي آهي.

ٻند ڪان هڪدم پوءِ هڪ نئون برساتي ڊورو وجود وٺي رهيو آهي، ان ڪاڻ سبب هڏين جو هيڪاندو ذخيرو ظاهر ٿي پيو آهي. هڏين جو هي ذخيرو ٽڏهوڪي دور ۾ سنڌ جي ثقافت ۽ خوراڪ وغيره تي سٺي روشني وجهي سگهي ٿو.

هتي پاٻرو ٻنيءَ جي چٽ چڱي ويڪري ۽ هموار آهي. ٻنيءَ جي ڪنڌيءَ تي چوطرف ننڍي حفاظتي ديوار ڏنل آهي. وچ ۾ هڪ وڏو ڪنڊر آهي ۽ چوڌاري اڳ تاريخي دور جون آمريءَ سان پيٽڻ جهڙيون ٺڪريون ۽ پٿري چاقو پکڙيل آهن. ڪٿي ڪٿي ڪوٺيو به ملي وجي ٿو چوطرف ديوار جي اوچائي هن وقت فٽ ڏيڍ آهي. اهڙي ٿي ديوار نئن ڪديجي (سپرهاءِ وي) لڳ ڪوٽاري ٻنيءَ تي به نظر اچي ٿي جنهن جو تعلق پٿر جي پڇاڙڪي دور سان چيو وڃي ٿو.

پاٻرو ٻنيءَ جي ڏکڻ طرف هيناهينءَ ۾ هڪ وڏي گبربند جا نشان ڏسڻ ۾ ايندا. ان هيناهين ڊوري جي پيٽ ۾ هاڻي هڪ ميدان جو منظر آهي البت ڊوري جي ٻنهي ڪنڌين تي ٽاڪرو لنگهن وٽ قديم ٻند جون بچيل نشانيون اڃا موجود آهن. هيءَ هڪ شاهي ٻند هو، جيڪو مٽئين ٻند جي پيٽ ۾ وڏيڪ عرصي تائين پاڻي جهلي سگهيو ٿي.

مهير جبل ۾ پاٻرو ٻنيءَ وارا آثار ٻنا ڪنهن شڪ شبهي جي اهم آهن. مٽاڇري تان لڌل ٺڪريون ۽ پٿر جون چريون هن ماڳ کي آمري ثقافت سان ڳنڍين ٿيون. هڪ گبربند، هڪ ننڍڙو ٻند ۽ هڪ هترادو ڪوٽيل ناليءَ سان گڏ هترادو غارن جو هڪ هنڌ وجود گڏجي ظاهر ڪن ٿا ته هن ماڳ تي تاريخ کان اڳاٽي دور ۾ هڪ مربوط ثقافتي تسلسل موجود هو ۽ مقامي ماڻهو آب رسانيءَ لاءِ هڪ باقاعدي نظام جي اهميت کان واقف هئا.

پاٻرا آثار، قديم آثارن جي لحاظ کان ايترا ٿي دلچسپ ٿي سگهن ٿا، جيترا گاجي شاهه (آبشار وٽ قديم آثار) ۽ ڪوهه تراش ٻنيءَ جا آثار آهن. ٻئي طرف لاهوت اتري ۽



ان ڪان مٽي موجود قدرتي ڪوهن وارو ماڳ ڪديجيءَ وانگر هڪ تفريحي ماڳ طور سڌارڻ جي لائق آهي.

ان ماڳ جي اتر ڪان ڏکڻ طرف مٽي پاٻرين جو ماڳ آهي اتي قلعي جا نشان موجود هئا. اهي آثار تاريخ کان اڳ جا آهن. هن ماڳ تان لڌل ٺڪرائو آمري ثقافت ۽ ڪوٽ ڏجي ثقافت واري ٺڪر سان پيٽڻ جهڙو آهي. هتي پٿرن کي گهڙڻ جو هنري ڪارخانو به موجود هو، جتي ماڻهو چڻ پٿرن ۽ ڳاري منجهان تيز ڌار وارا اوزار ٺاهيندا هئا. پاٻرين جي ڏکڻ -اولهه ۾ هڪ قديم گبر بند جا آثار به آهن.



ڪلمتين جي هڪ شاخ مهيري هتي رهي ٿي، شايد مهرجبلن ۾ رهڻ ڪري مٿن اهو نالو پيو آهي.

**پاٻڙا:** سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. سيوهڻ جي هندن جي هڪڙي ذات جو نالو پڻ "پاٻڙا" هو. هي سنڌ جا مشهور واپاري هئا. هي هڪ خاص انداز ۾ اکر لکندا هئا، جنهن کي سيوهاڻي پاٻڙڪا اکر يا سيوهاڻي رسم الخط چوندا هئا.

**پاٻوري:** تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: هوندل جوڻيجو، چٽل ابڙو، پريو ابڙو ۽ نور آباد (قاضي جو ڳوٺ).

**پاٻوري[2]:** ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ هن ڳوٺ جي هڪ عورت فال وجهڻ ۽ ڏاري هٽڻ سببان مشهور ٿي. انهيءَ علائقي ۾ ڪيس "پاٻوريءَ واري مائي" چيو ويندو هو. هن جي فال ايتري مشهور هوندي هئي، جو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڻهو هن وٽ ايندا هئا.

**پاپيهو:** سسئي- پنهونءَ جي قصي جو هڪ ڪردار به پاپيهو هو. جيڪو پنهونءَ جو خاص مودي ۽ نوڪر هو. پاپيهو هندو هو. جيڪو سوداگريءَ جو سامان ڪٽي، پنيور ۾ آيو ۽ موٽي وڃي پنهونءَ سان سسئيءَ جي سونهن جي ڳالهه ڪيائين.

**پاپيهو[2]:** هن نالي سان تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه پڻ آهي.

**پاپيهو/ پاپيهل[3]** (Jacobinus Pied Crested Cuckoo / Clamator): 33 سينٽي ميٽر جسامت وارو ڪوئل ڪٽنب جو هيءُ پکي



اصل ڏکڻ ۽ وچ هندستان جو آهي. جيڪو اونهاري ۾ اتر ۽ اولهه ڏانهن لڏپلاڻ ڪندو آهي. نر مادي هڪ جهڙا ٿيندا آهن. هي پکي مٿي کان پُنيءَ تائين ڪارو آهي. ڳچيءَ کان ڇاتي ۽ پيٽ اڇو اٿس. پُڇ جون چوٽڙيون اڇيون ۽ مٿي تي اڇي ڪاري چوٽي اٿس. ان رنگ ۽ چوٽيءَ سبب مٿس اهو نالو پيو آهي. هن پکيءَ کي راجستان ۾ ترِ ۾ پپيهو، پاپيهو، تاڙو ۽ مينهل به چوندا آهن. ان کي شاعريءَ ۾ ڪافي ڳاتو ويو آهي.

ان جو آواز زوردار، به آوازي ڪُوڪ تي ٻڌل آهي، جنهنڪري ان کي 'ڪُوڪُر' به چون ٿا. ان جي ٻولي زوردار 'پيو.. پيُو.. پِي.. پِي.. پيُو بي.. بي.. پيُو' يا 'پيو..پيو' آهي. جيڪا رات ڏينهن ٻُڌبي آهي. هي ٽاهڙ پکي نه آهي، اڪثر ڪنهن ڪليءَ جاءِ تي ڪنهن ڏانديءَ تي ويٺو هوندو آهي. مٽي ٿي رهندو آهي، پر اڪثر هيٺانهن ٻوڙن ۾. ۽ زمين تي به خوراڪ ڳوليندو آهي. ٻيلن، باغن، پوکن، ٻوڙن ۽ نيم صحرائي علائقن ۾ به رهي ٿو. سڄو سال، خاص ڪري مارچ کان آگسٽ تائين افزائش نسل ڪري ٿو. پاپيهو پنهنجا آنا

هيڙهي جي آکيري ۾ ڏيندو آهي.

”تاريخ ريگستان“ جي مصنف موجب، هيءُ ٻه ئي مينهوڳيءَ جي مند اچڻ جا اهڃاڻ ڏيندو آهي. هيءُ نه پالتو پکي آهي ۽ نه ئي حلال پکي آهي. مينهن جي مند ۾ تاڙي جي تنوار کي سگهڻ ۽ شاعرن سِڪَ ۽ ملڻ جي اميد جو اهڃاڻ ڪري ڳايو آهي. جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي ته:

منجهان منهنجي روح، جي وڃي ساجن وِسري،
ته مَر لڳي لُوهه، تَر ٻاٻيهو ٿي مران!

مينهن نه پوڻ جي ڪري زمين ۾ جيڪا خشڪي پيدا ٿيندي آهي، خاص ڪري جابلو علائقن ۽ ٿرجي وارياسي ميدانن ۾ جيڪي لُڪون لڳنديون آهن، اهي ٻاٻيهي پکيءَ لاءِ موت جو ڪارڻ بڻبيون آهن.

**ٻاٽَ**: هڪ ذات جو نالو. ضلعي نوشهري فيروز ۾ هن ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن.

**ٻاٽَ**[2]: اوندهه کي به چئبو آهي.

**ٻاٽُ**[3]: اَني جو ڇاڻُ، پنبڻ يا ڪَهڻيءَ (ڪٽڪ) جي ڏاري کي، توڙي چوپائي مال کي ڪاراڻ لاءِ ڪٽڪ ۽ جوئر وغيره جي ٿهڪايل اٽي کي ”ٻاٽ“ چئبو آهي. ”اَتو ٻاٽ“ اصطلاح پڻ آهي.

**ٻاٽُ**[4]: ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو. هڪ خيال آهي ته ٻاٽ سنسڪرت جي لفظ، ”ٻاٽرَ“ سان ملي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي، ”ٻاٽ“. جنهن مان ٿري ”ٻاٽ“ ٿيو. ٻي روايت موجب درياهه ۽ ڍنڍ جي سڪل پيٽ کي ”ٻاٽ“ چون ٿا ۽ انهن تي رهڻ وارا ”ٻاٽ“ سڏجن ٿا.

**ٻاٽڦلو**: مانيءَ جو هڪ قسم، جيڪا ٻاٽ مان تيار ڪئي ويندي آهي. هن جو هڪ پاسو دانگيءَ تي پڪل هوندو آهي ۽ ٻيو پاسو ٻاڦ ذريعي پچندو آهي. دانگيءَ يا تئي تي ڦُلو ناهي رکبو آهي ۽ ان کي مٿان ڪنهن ٿانو سان ڍڪي ڇڏبو آهي، اهڙي مانيءَ کي ”ٻاٽڦلو“ چئبو آهي.

**ٻاٽي**: ڪِرڙ جي ٻُسيءَ جو پهريون ٻُور (ڪرڙ ۾ اول ٻونگر ٿئي، پوءِ ٻاٽي، پوءِ ٻُسي، ڏوُنرا ۽ آخر ۾ پڪا ٿين). وونئڻن جي مکڙي. تيلي ٻجن (سَرنهن يا ڄانبي) جي ٻوٽن جا ڪچڙا ۽ ننڍڙا گل. پوک ٻونگر ۽ ڪچا سنها گل به ”ٻاٽي“ سڏبا آهن.

**ٻاٽي**[2]: هڪ قسم جو جابلو وڻ، جيڪو پوري پني قد جو جبلن ۾ ٿيندو آهي. ان جا پن ۽ ڪاٺيون خوشبودار ٿينديون آهن. جيڪي حڪيمن چواڻي طبي لحاظ کان دل ۽ دماغ کي تراوت بخشينديون آهن. ان جي ڪاٺين ۽ پنن جي خوشبوءِ مٿي جو سُور لاهڻ، نزلي ۽ دماغ جي رطوبت کي خشڪ ڪرڻ ۽ ان جي ڪاٺيءَ جو ڏندڻ، مهارن ۽ ڏندن کي مضبوط ۽ وات ۾ خوشبوءِ پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. اهو به چيو وڃي ٿو ته ان جو استعمال معدي کي تقويت ڏئي ٿو. ڪنگهه، سيني جي سُور، سخت سوڄ کي تحليل ڪرڻ لاءِ مفيد آهي. ڪاٺيءَ کي ڳَهي، ڦٽن تي ڀورڪري رکندا آهن.

**ٻاٽيڙُ** / (Chestnut Bellied (or Indian Sandgrouse) Pterocles exustus):



هي پکي 29 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿئي ٿو نر ۽ ماديءَ جا رنگ مختلف ٿين ٿا. پکيءَ جو پيٽ هلڪي سليٽي رنگ جو ٿئي ٿو نر کي ڇاتيءَ تي ڳاني نما ڪاري ليڪ ٿئي ٿي ۽ پڇ ڊگهو ۽ نوڪدار هوندو اٿس. هن جي ميرانجهڙي پُٺيءَ تي ڪارڙا ڇِٽ ٿين ٿا. ماديءَ جو پيٽ اخروٽي ٿئي ٿو ۽ ان تي ڪاريون ڏاريون ٿين ٿيون. ڳچيءَ ۽ مٿي تي ڪارا ڇٽ، پُٺيءَ تي تتر ڪرڙي ڏاريون ۽ سنهو نوڪدار پڇ ٿئيس ٿو جيڪو اڏامڻ مهل اڃا به واضح نظر ايندو آهي.

**ٻاٽيءَ جا ٻاٽيا**: ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو. هيءُ ٻه اڍائي فوٽ اوچو ٿئي، جيڪو ڳوٺن جي پسگردائيءَ ۾ سنئين ميداني زمين ۾ ٿيندو آهي. ان جا پن گول، پر ٿورا ڇُهنبدار ٿيندا آهن. هن ٻوٽي کي اُٺ، ٻڪريون، رڍون، ڍڳيون ۽ گڏهه جام ڪائيندا آهن.

**ٻاٽو**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو. هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ميان ساند ڪيريو، نهال جت، پير ذاڪري 2، گنهور زئونر، حاجي پنهون زئونر، سائينداد لاشاري، عيسو ڪيريو، بيگو رند، شاهه علي ڪيريو، ڦوٽو رند ۽ رمضان سومرو.

**ٻاٽو**[2]: هيءُ ڳوٺ مشهور عوامي شاعر حمل فقير جي درگاهه کي ويجهو آهي. هن ڳوٺ ۾ مشهور هاري ورڪر ۽ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي ساٿي، ڪامريڊ حاجي محمد لاکي جنم ورتو هو.

**ٻاپڙا**: هڪ قبيلي جو نالو. ٻاپڙن جو پهريون سردار ڄام ”ٻاپڙو“ هو جنهن کان پوءِ سندس پٽ يا اولاد مان ڄام تهاريءَ تي پڳ آئي، جنهن جي اولاد مان بولاخان پٽ صفر پٽ دودن پٽ بهادر پٽ ٻاپڙو پٽ ڄام تهاري، جيڪو وڏي بخت ۽ اقبال وارو ٿيو ۽ کيس ”مَلَڪَ“ جو خطاب مليو. ملڪ بولاخان جي پٽ حيدر خان کي ٻه پٽ ٿيا: هارون خان ۽ ملڪ بولاخان (ٻيو). ملڪ بولاخان کي ٻه پٽ ٿيا: جيئند خان ۽ سالار خان. سالارخان جو پٽ بولاخان، جنهن جو پٽ علي بخش خان ٿيو. ٻاپڙن جي پڳ سان جيڪي قبيلا هئا، سي ٻاپڙا، پالاري، حماتي، تينگيا، تارا، هيلايا، ٻبر، ڀهراڻي (ٻارڄ) ۽ گندرا هئا. انهن قبيلن کان سواءِ جاکرن، سومرن، آئن، ڪَڏائين ۽ خاصخيلين جا راڄ ساڻن ڀيڙا هئا. ملڪ بولاخان جي وفات کان پوءِ ٻاپڙن جي جدا پڳ ختم ٿي ۽ پڳداري ڀڪي حملاڻين ۾ آئي ۽ هن وقت ملڪ اسد سڪندر خان پڳدار آهي.

**ٻاپڙاڻي (ٻابڙا)**: هي برفت آهن. ڄام آري بَدي جي پُٽ ڄام ٻاپڙي جو اولاد، برفت قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. ڄام آري بدي کي مغل بادشاهه سنڌ جي ايراضيءَ جو چوٿون حصو جاگير ۾ ڏنو هو. ڄام آريءَ کي چار پٽ، ڄام بادين، ڄام ٻاپڙو (ڄام ٻاپڙو)، ڄام لوهار ۽ ڄام حمل هئا. ڄام ٻاپڙي جو اولاد/ ٻاپڙاڻي سڏجي ٿو.

**ٻاجهاڻي**: تعلقي ۽ ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: جمعو ٻوهڙ، سومرا وايو، رحيم رند، مريد خان مغيري، عبدالرحمان مغيري، حاجي حضور بخش مغيري، سچيڏنو ڀيو، نظير مغيري، صدورو رند، دائم خان رند، نواز علي مغيري، خدابخش مغيري، ٻاجهاڻي ۽ جمعو خان رند.

**ٻاجهاڻي**[2]: کوسن جي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو.

**ٻاجهاڻي**[3]: خيرپور ميرس ۾ اڄڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ”ٻاجهاڻي“ آهي.

**ٻاڄهر/ ٻاڄهري**: اَناج/ پوک جو هڪ قسم، جنهن جو فصل اونهاري جي مند ۾ لهندو آهي. ٻاجهر ڪَتيءَ جو مکيه فصل آهي. ٻاجهر جو ٻوٽو ڇهن فوٽن کان وٺي ڏهن فوٽن تائين اوچو ٿيندو آهي ۽ هر ٻوٽي مان ڪيترائي سنگ ڦٽن ٿا. ٻاجهر جا سنگ مضبوط ۽ سڌا ٿيندا آهن. سنڌ ۾ هر هنڌ هيءُ فصل ٿئي ٿو. ٻاجهريءَ جي فصل لاءِ گرم ۽ گهميل هوا گهرجي. جيئن ته هيءُ پوک ٿوري پاڻيءَ تي ٿيندي آهي. سنڌ ۾ هيءُ فصل ڪوهستان ۽ ٿرجي علائقن ۾ عام طرح باراني ۾ ٿيندو آهي. ٻاجهر جو اناج ۽ گاهه جانورن جي چاري طور به استعمال ٿيندو آهي. گهوڙا خاص ڪري ٻاجهر جو داڻو کائيندا آهن. ٻاجهري

داڻي ۽ رنگ جي لحاظ کان ٻن قسمن جي ٿئي ٿي: هڪڙي ننڍن داڻن واري، جنهن کي "ٻاجهري" چون ۽ ٻي وڏن داڻن واري، جنهن کي "ٻاجهر" چون. پيداوار جي لحاظ سان وڏي داڻي واري "ٻاجهر" فائديمند آهي.

ٻاجهريءَ جي ماني دير هضم ٿيندي آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته ٻاجهر



جي خاصيت سبب ڪيترين ئي بيمارين جي علاج لاءِ ڪم آڻيندا آهن. ڳوٺاڻن ماڻهن وٽ به ان جا ڪيترائي ڪارج آهن. ٻاجهر جي اٽي مان لُبري رڌي ڳوڙهن تي ٻڌبي ته ڳوڙهن کي نرم ڪري، ڦاڙي وجهندي آهي. ٻاجهري ۽ لوڻ گڏي ڪوسا ڪري پاسي جي سور تي ٽاڪور ڪرڻ سان آرام ايندو آهي. هن فصل جي ڪڙٻ، مال چاري لاءِ هاري ماڻهو ڏن ڪري رکندا آهن ۽ ڪُتر ڪري مال کي کارائيندا آهن. سياري جي موسم ۾ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو صبح جو ٻاجهر جي رَبَ پِي، ڏاند ڪاهي هرن تي هليا ويندا آهن. ٻاجهريءَ جي اَٽي جي ماني ڪير سان تمام شوق سان کائبي آهي. تازي ويايل عورت کي به ٻاجهريءَ جي رٻ پيارِبي آهي. ٻاجهر جي ماني ۽ ڳائي مکڻ جي ڪُٽي مزيدار ٿيندي آهي.

**ٻاجهر وارو:** ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ ٻاجهر وارو، گلڻ خان ۽ سردار بخش مگريو ڳوٺ شامل آهن.

**ٻاجهوڪَ:** ڪجور/ ڪارڪن جو هڪ قسم، جيڪي گهڻ تر ٿين. اهي ڪجيون ڦِڪيون ۽ بي سواد ٿينديون آهن.

**ٻاجهي فقير خاصخيلي:** ٻاجهي فقير مشهور سگهڙ شاعر ٿي گذريو آهي. ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ (ضلعي سانگهڙ) کان ٽن ميلن جي پنڌ تي موجود ڳوٺ سرانڊ، تعلقي سنجهوري جو رهندڙ هو. 1923ع ڌاري گذاري ويو. سندس پياءُ حاجي پڻ شاعر هو.

**ٻاچ:** چيچ جي پرواري آڱر (هٿ جي پنجن آڱرين جا نالا هن طرح آهن: چيچ، ٻاچ، وچين، ڏسڻي ۽ آڱوٺو).

**ٻاچ[2]:** جانور جا ٻچا. ٻُونگ (عام طرح مکڙن جا ٻچا، جيڪي اُڏامي نه سگهن).

**ٻاچڙا:** هڪ ذات جو نالو

**ٻاڏاڻ:** تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو

**ٻار:** درياهه يا سمنڊ جو اهڙو هنڌ، جتي پاڻي ڦيرو کائي تمام اونهو ٿي ويو هجي. شاهه لطيف جو بيت آهي ته:

"مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾"

**ٻار[2]:** ٻنيءَ ۾ هڪ هنڌ، لاٻارو ڪري سنگ يا وَلِ ڍِڳ ڪري رکجي، ان کي ٻار چئجي.

**ٻارا:** ملاحن جي هڪ ذات جو نالو. چون ٿا ته ٻُرڙن ۽ ٻارن جا ماڻهو پاڻ ۾ وڙهيا هئا، ٻرڙن، ٻارا ذات جي ماڻهن کي ايترو ته ماريو جو هو مرڻ جهڙا ٿي ويا، ان بعد چوٽي وجود ۾ آئي ته "اهڙي ڪندو سانءِ، جيئن ٻرڙي ڪئي ٻارن (ذات) سان."

**ٻاراچ:** ملاحن ۽ ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو

**ٻاراچ[2]:** هنن کي ٻارچ به چون، هنن مان ڪيترا جهمپير ويجهو ڪينجهر جي وٽ سان آباد آهن. انهن مان جمعو ٻارچ مشهور سگهڙ ٿي گذريو آهي. ملي (ضلعي ٿرپارڪر) ۽ اسلام ڪوٽ جي وچ تي هڪ مشهور ڳوٺ. جنهن تي ٻاراچ ذات جا مسلمان رهڻ ڪري نالو پيو. هن ڳوٺ ۾ ٻاراچ، سوڍها، ڀيل ۽ ڪولهي ذاتيون آباد آهن. 1971ع جي پاڪستان- انڊيا جنگ جي شهيدن جي جو مقبرو به هتي جوڙيل آهي.

**ٻاراچڙي:** ضلعي مٽياري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'ميرو خان حاجاڻو'، 'گل محمد چلگري'، 'ظاهر ٻارچ'، 'سعيد لغاري'، 'رحيم چلگري'، 'مُسوخان چلگري'، 'يارمحمد ڪلهوڙو'، 'شادي خان لغاري'، 'الهجايو چلگري'، 'توهر چلگري'.

**ٻاراچڙي[2]:** ساڳئي نالي سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'حاجي خاصخيلي'، 'الهه بچايو خاصخيلي'، 'گل محمد خاصخيلي'، 'جان محمد باگراڻي'، 'چتو باگراڻي'، 'جهنڊو لال بخش'، 'ڪبڙ ڳاهو'، 'عبدالغفور ساند'، 'ميرمحمد بروهي'، 'محمد خان ٽالپر'، 'محمد حسن چانڊيو'، 'غلام حيدر باگراڻي'، 'سليمان خاصخيلي'، 'سلطان ڪاپڙي'، 'محمد عالم ساند'، 'علي محمد جکرو'، 'صاحب ڏنو سولنگي'، 'ابراهيم بالادي'، 'احسان ٽالپر'، 'ٻاوا واسديوگر'، 'جنيسر باگراڻي'، 'ميرولي محمد ٽالپر'، 'ڊاڪٽر حاجي خان ٽالپر'، 'فضل باگراڻي'، 'گل پير قاضي'، 'جمعو بالادي' ۽ 'پرسومل'.

**ٻاراسر:** تعلقي ماتلي، ضلعي بدين ۾ هڪ ديهه.

**ٻاراٽا اولاٽا عرف ٻاراٽا گيت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب واحد بخش جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻارن جا اولاٽا ۽ ڪوڏاٽا گيت موجود آهن. جنهن جي قيمت هڪ آنو ڇاپيل آهي. هيءُ ڪتاب پوڪرداس، پوڪر پريس شڪارپور مان 1898ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ٻاراٽا ٻول** (ڪتاب): مشهور شاعر، استاد ۽ اديب، احمد خان آصف مصراڻيءَ جا ترتيب ڏنل، ٻاراڻن گيتن ۽ نظمن تي مشتمل ڇهه ڪتابڙا، جيڪي سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 1997ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. هنن ڇهن پاڱن تي مشتمل ڪتابڙن مان هرهڪ پاڱي جي قيمت 30 رپيا آهي.




هنن ڪتابڙن ۾ قديم ٻاراڻن ٻولن سان گڏ مرزا قليچ بيگ، پيرومل 'غريب'، محمد صديق 'مسافر'، ڪشنچند 'بيوس'، جمع خان 'غريب'، حافظ احسن چنا، حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ، عطا محمد 'حاميءَ'، سليم ڳاڙهوي، منصور 'ويراڳي'، الطاف عباسي، رشيد لاشاريءَ، اياز پاتوليءَ، هوندراج 'دکايل'، عبدالڪريم سنديلي، احمد خان 'آصف' ۽ ٻين جا ٻاراٽا گيت ۽ نظم شامل آهن.

**ٻاراٽا ٻول[2]** (ڪتاب): ساڳئي نالي سان ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو ترتيب ڏنل هڪ 34 صفحن تي مشتمل ڪتابڙو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، پهريون ڇاپو جون 1975ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 1991ع اپريل ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت 15 رپيا آهي. هن ۾ ٻاراڻن ٻولن کان سواءِ ڪشنچند 'بيوس'، استاد بخاريءَ، نثار بزميءَ، نادم بڇل شاهيءَ، هوندراج 'دکايل' وغيره جا ٻاراٽا ٻول شامل آهن.

**ٻاراٽا گيت** (ڪتاب): ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ جي ٻارڙن لاءِ ڪيل

شاعريءَ جي مجموعي جو نالو. جيڪو ڪتاب 1891ع ۾ ڪراچيءَ مان ڇپيو.

**پاراٿا گيت**² (ڪتاب): ساڳئي نالي سان "پاراٿا گيت"، ڊبل ڪرائون سائيز جي 55 صفحن تي مشتمل، الحاج رحيم بخش 'قمر' لاکي جو ڪتاب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي قيمت 15 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ٻاراڻن موضوعن ۽ ٻارن جي مزاج مطابق گيت آهن.

**ٻاراٽو**: ٻارن جي هڪ خاص بيماري، جنهن ۾ ٻار جو ڪاڪڙو ڪري پوندو آهي. هن بيماريءَ کي 'سَٽَ' به چوندا آهن. ڳوٺن ۾ ڪي جهونڙيون يا ڄاڻو عورتون اهو 'ڪاڪڙو کڻڻ' لاءِ ٻار جي وات ۾ تارونءَ وٽ آڱوٺي جو زور ڏئي ساٽ ڪنديون آهن يا ڦوڪارو ڏياريديون آهن.

**ٻاراٽو**²: اسڪول ويندڙ ٻارن جي لاءِ بنهه ابتدائي ڪتاب (Primer)، قاعدو.

**ٻاراٽو رهبر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غلام حسين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ليکڪ، ڇاپو پهريون، مسلم ادبي پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد، مان 1935ع ۾ ڇپايو.

**ٻاراٽو ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گرمکداس ٺهلرام ٿڌاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي، اهو ورهاڱي کان اڳ جو ڇپيل آهي جيڪو ننگرائي اسٽورس ڇپايو. هن نالي سان سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو ڇاپيل ڪتاب، ٻارن کي پهرئين ڪتاب کان اڳ پڙهايو ويندو آهي.

**ٻاراٽيون آکاڻيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت اڍائي آنا آهي. ليکڪ هيءُ ڪتاب مرڪنٽائيل پريس، ڪراچيءَ مان 1894ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو، قيصريه پريس، حيدرآباد، 1898ع ۾ ڇپيو.

**ٻاراٽيون آکاڻيون**² (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب، مسمات مريم ولي محمد جو لکيل آهي، جيڪو ڪرائون سائيز جي 14 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو آهي. پارت پبلشنگ هائوس، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو شيام آفسيٽ ليٿوورڪس، ڪراچيءَ، مان 1941ع ۾ ڇپايو.

**ٻاراٽيون ٻوليون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو اين. آر. ملڪاڻيءَ جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي. هيءُ ڪتاب ڇيتمل پرسرام، پنهنجي پريس، حيدرآباد سنڌ مان آزاديءَ کان اڳ ڇپايو. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 124 صفحا آهن، جنهن جي قيمت سوا رپيو آهي. هن ڪتاب جي بچيل ڪاپين کي سرسوتي ڪتاب گهر اجمير(ڀارت) وارن نئين سر جلد ٻڌائي وڪرو ڪيو.

**ٻاراٽيون ٻوليون**² (ڪتاب): هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب آر. وي. ٿڌاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 14 صفحا آهن، جنهن جي قيمت هڪ آنو آهي. هيءُ ڪتاب پارت پبلشنگ هائوس، شيام آفسيٽ ليٿو ورڪس، ڪراچيءَ مان 1940ع ۾ ڇپايو.

**ٻاراٽيون ڳالهيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آغا تاج محمد ۽ ٺاڪر سنگهه ڪيسراڻيءَ جو گڏجي لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا ست آنا آهي. ڇاپو پهريون، پوڪرداس ائنڊ سنز مسلم وائيس پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ، مان، 1947ع ۾ ڇپايو.

**ٻاراهڏي**: تعلقي ڏگهڙي، ضلعي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو

**ٻاراهو/ ٻارهو**: ٻارهن مهينن جو عرصو فوتيءَ کي سال گذرڻ تي ڏياريل ختمي يا خيرات کي ٻارهو چئبو آهي. فوتيءَ کي جڏهن ٻارهن مهينا ٿي ويندا آهن، تڏهن سندس فوت ٿيڻ واري ڏينهن تي ختمي درود جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. هن ڏينهن تي خيرات طور فوتيءَ جي نالي اهو سڀ سامان ڏنو ويندو آهي، جيڪو هو پائيندو هو مثلاً: وڳو، ٽوپي، رومال، تيل، وغيره. اڪثر مسلمان ميلاد شريف ۽ قرآن شريف جو ختمو به ڪرائيندا آهن، جيئن فوتيءَ کي ثواب ٿئي. ٻارهي جي ماني پڻ ڪئي ويندي آهي.

**ٻارڻ**: ڳائيندڙ، عطائي فقير چارڻ. اڳئين وقت ۾ سنڌ جا اميرءَ راڻا ٻاڻ وٽ ٻارڻ يا چارڻ ويهاريندا هئا، جيڪي ٻين اميرن ۽ راڻن وٽان سندن ڪَرَ ڪرائي ايندا هئا. هو صدائون هڻي، ڳائي وڄائي، اميرن ۽ راڻن کان ڏکيا ڪم ڪرائي وٺندا هئا.

**ٻارڻ**²: مڇيءَ مارڻ واسطي ڪم ايندڙ ڄر جو هڪ قسم پڻ ٻارڻ سڏبو آهي.

**ٻار ٽُگو، آسڪلو/** Indian Courser/Cursorius Coromandelicus: هي پکي 25 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو هن جي پٺيرلي ڳاڙهي رنگ جي ڳچي هيٺ ڇاتيءَ تائين ٿيندي آهي. ڪارو ۽ سرمائي پيٽ، ۽ ڏگهيون ٽنگون اٿس. پيرن ۾ ٽي ئي آڱريون هونديون اٿس. هن پکيءَ کي ڇهنب کان اک وٽان ڊگهو آر پار پٽو ٿئي ٿو اک جي مٿان اڇو پٽو ۽ چوٽي ڳاڙهي آهيس. ان ريت مٿي تي ٽي چار رنگين پٽيون سندس خاص نشاني آهي. هن پکيءَ کي بروهڪيءَ ۾ اسڪلو ۽ سنڌيءَ ۾ 'ٻار ٽُگو' چون ٿا. اَسڪلوءَ جي ڊگهڙي ڇهنب ڪجهه هيٺ تي مڙيل هوندي آهي. هي پکي خشڪ کليل ننڍڙي گاهه ۽ ان جي



پرسان کيتن ۾ رهندو آهي. عام عادتن ۾ ٽيٽي وانگر هلندو ۽ بيهندو آهي ۽ ڪنهن ڪنهن مهل زمين تان جيت چڳي ڪٽندو آهي ۽ خبرداري سان ڪنڌ مٿي ڪٿي تڪڙيون وکون ڪٿي اڳتي وڌي ويندو آهي. ويجهو وڃڻ تي اڏامي وڃي ٿو ٻچي جي چوٽي ڳاڙهي نه ٿيندي آهي ۽ نه وري ان کي اکين وٽان ڪجل پٽو هوندو آهي.

**ٻار ڄمڻ جون رسمون**: سنڌ ۾ ٻار ڄمڻ کان اڳ ڳرڀوتي عورت جا ڪهڻبا ڪيا ويندا آهن، جنهن کي ڪي ماڻهو "گود ڀرائي" به چون. اها رسم عام طرح ڳرڀ جي ستين مهيني ۾ ڇوڪريءَ جا مائٽ ڪندا آهن. ٻار ڄمڻ کان پوءِ جون ريتون رسمون تمام گهڻيون آهن. جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون: عموماً ٻار ڄڻيندڙ عورت جو پهريون ويم سندس مائٽن (پيڪن) جي گهر ٿيندو آهي ۽ ان حوالي سان ويم جو سمورو خرچ به ان جي مائٽن کي برداشت ڪرڻو پوندو آهي. ٻار جي پيدائش کان پوءِ، مختلف خاندان پنهنجي حيثيت آهر مٺائي ورهائي، ڳائي وڄائي، خوشي ملهائيندا آهن. قبل از تاريخ مادر شاهي نظام کان پوءِ آيل پدر شاهي نظام جي نتيجي ۾ افرادي قوت لاءِ ڇوڪرن يا مردن جي ضرورت جي پيش نظر آيل رسمن موجب ڌيءَ جي ڄمڻ کان، پُٽ جي پيدائش کي ترجيح ڏني ويندي آهي. ڪِن جاهل خاندانن ۾ ته ڌيءَ جي ڄمڻ کي ناپسند ڪيو ويندو آهي. بهرحال ڪي سڄاڻ خاندان نياڻيءَ جي ڄمڻ کي رحمت به سمجهندا آهن.ويم جي ڇٺي ڏينهن کان ڇهن ڏينهن تائين، ٻار ڄڻيندڙ عورت جون مائٽياڻيون کير ڪٽي ساٿس ملڻ اينديون آهن. ٻار جي ڄمڻ تي عام طور لڏون ورهايا ويندا آهن. اڪثر ڳوٺن ۾، خاص طور پُٽ جي ڄمڻ تي رنگ جي راند به کيڏي ويندي آهي، جنهن ۾ هڙدو ۽ گلابي رنگ پُسائي، مِٽن مائٽن جي ڪپڙن تي هاريو ويندو آهي. مسلمانن ۾ سائين سڳڻن کان پوءِ

مسجد جو مولوي، عالم يا ڪو بزرگ گهرائي، ٻار جو نالو رکيو ويندو آهي. اهو مولوي مختلف ڪتابن مان نالو چونڊ ڪندو آهي، يا ابجد جي انگن مطابق نالو ڪڍندو آهي. ڇهين ڏينهن ”ڇٽي“ ڪندا آهن. جنهن ۾ ٻارڪي ۽ ويجهن شريڪ مائٽن جي ڪرائيءَ تي ڪارو ڌاڳو ٻڌو ويندو آهي. عام سنڌي سماج وانگر سنڌي هندن ۾ به ڇوڪري ڄمڻ جي وڌيڪ خوشي ڪندا آهن ۽ ڇٽي پڻ ٿيندي آهي. ڌيءُ ڄمڻ تي ناراض ڪونه ٿين، بلڪ چون ته ”ڌيئون پنهنجو ڀاڳ پاڻ سان کڻي اينديون آهن.“ البت غريب گهر ۾ ڌيءُ ڄمڻ تي گهڻي خوشي ڪونه ڪن، ڇو ته ڌيءُ جي هوندي غريبن لاءِ ڏاج ڏيڻ مسئلو ٿي پوندو آهي. هندن ۾ ٻار کي نائين ڏينهن نالو ڏبو آهي ۽ ان ڏينهن ٻار جي ڪن ۾ نياڻي ڌرمي اشلوڪ پڙهندي آهي. اها ڀيڻ به ٿي سگهي ۽ ڀڦي به ٿي سگهي ٿي. اڪثر ڳوٺن ۾ نظر لڳڻ جي ڀؤ کان ٻار تي ڪنهن وڻ ٽڻ يا ميوي جو نالو پڻ رکندا آهن.

ٻار کي جنهن ڪپڙي ۾ ٻڌو ويندو آهي، اُن کي ٽنجڻ يا ٽنجڻو چئبو آهي. ابن ڀاسي ان کي ’ٻندڻ‘ به چون. ٻار کي ٽنجڻ ۾ ٻڌڻ جو مقصد اهو هوندو آهي ته جيئن ٻار جون ڄنگهون ۽ ٻانهون سڌيون رهن ۽ ٻار چرڪ نه ڀري ۽ پاڻ کي محفوظ سمجهي. ڏاڏي، ناني يا گهر جي ٻي ڪا وڏڙي ٻارڙي لاءِ پراڻن ڪپڙن مان رلڪا، ننڍڙا وهاڻا ۽ منهن رکي ٺاهيندي آهي. منهن رکي ڪاٺ جي به ٿئي ته مٽيءَ جي به. ڳوٺن ۾ ته گهڻو ڪري مٽيءَ جي منهن رکڻي ٺاهي، ان ۾ به ڪائيون يا ڪانا وجهي ٻار جي مٿي کان رکي ڇڏين، ۽ اُن تي رَئو يا ڪپڙو وجهي ٻار کي مکين، مڇرن وغيره کان بچايو ويندو آهي. ٻار جي مٿي ويهارڻ لاءِ نڪر جي ڍڪڻي يا ڍڪڻ ڪتب آندا ويندا آهن. نرڙ کي سنوت ۾ آڻڻ، ڇپن کي ننڍڙو ۽ سهڻو ڪرڻ ۽ نڪ جي چوٽيءَ وڌائڻ لاءِ ٻار کي وهنجارڻ کان اڳ آڏيو ويندو آهي. ٻار کي نظر کان بچائڻ لاءِ منهن تي ڪجل يا سُرمي سان ڪارو ليڪو پڻ ڪڍيو ويندو آهي. ماءِ جي ٿڃ کان سواءِ ٻار کي چاٽو ڏُکو پڻ ڪارايو ويندو آهي. چاٽي ۾ مصري گهوٽيل هوندي آهي، جنهن ۾ ننڍو ڦوٽو، ڦودني جي ٽڪي، ڪاري مرچ جي ٻُرڪ يا وري ڪا ٻي سُتي وِڙي ويندي آهي. اڪثر ڳوٺن ۾ ٻار کي ڄمڻ وقت آڱر تي ڳڙ يا ماکي رکي چٽائي ويندي آهي. ان حوالي سان چوندا آهن، ته اُها مٺي شيءِ جهڙي به ٻار کي ڪرائبي وڏي هوندي ٻار به ان جهڙو ٿيندو. انهيءَ عمل کي ”ٽُڪ ڏيڻ“ به چون. ٽُڪ اڪثر دائي ڏيندي آهي.

**ٻارڇاٽي:** ضلعي ۽ تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’سيد رضا علي شاهه‘، ’دليل مگريو‘، ’لانگاهه ڳوٺ‘، ’خان محمد ابڙو‘، ’ٻاگهل‘، ’مشتاق حاجاڻو‘ ۽ ’راوت حاجاڻو‘. هن ديهه ۾ مشهور بزرگ حاجي يوسف شاهه جي مزار پڻ آهي. ٽنڊي محمد خان ضلعي ۾ به ملاڪاتيار پرسان ٻارڇاٽيءَ نالي ديهه، ٽپو ۽ ڳوٺ آهي.

**ٻارڙي:** ضلعي مٽياري جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’بلال شاهه‘، ’ڦتو ڪيبر‘ ۽ ’ڇتو خاصخيلي‘.

**ٻارس:** ٻارهن مهينن گذرڻ تي فوتيءَ لاءِ خيرات يا ٻارهي کي ”ٻارس“ چوندا آهن. هي لفظ/ اصطلاح، ٿر ۾ عام ڪم ايندو آهي.

**ٻارڪيون/ ٻانهن رکيون:** هي ٻانهن ۾ پائڻ جو زيور آهي، جيڪو جستي چانديءَ (گهٽ درجي واري چانديءَ) مان ٺهندو آهي. هي زيور بلوچ ڪونه پائين، پر سماٽ ذاتين جي پائڻ جو زيور آهي. ’ٻانهن رکي‘ کي ڪل ٻارهن اکيون ٿينديون آهن. هرهڪ ٻارڪيءَ ۾ ڇهه اکيون هونديون آهن. ٻنهي ٻانهن ۾ حصا آهن. هڪ ٻارڪيءَ ۾ هڪ هڪ جهاٻو هوندو آهي. جهاٻي جا مکيه حصا ڪوپو، ڏول ۽ پترو ٿيندا آهن. ڪوپي کي ”منزل وارو ڪوپو“ به چوندا آهن. سونارا ٻارڪيون تيار ڪندا آهن ۽ پوءِ پوچ وارو پوئي ٻارڪيون پهرڻ لائق بنائيندو آهي. ٻارڪين جو هاڻ ڪم گهٽجي ويو آهي.

**ٻار، گلن جا هار (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب، شاعر غلام محمد غازيءَ جي ٻارڙن لاءِ ڪيل شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن جو انتساب هُن پنهنجي شفيق استاد فتاح هاليپوٽي (شرجيل) کي ڪيو آهي. ٽائيٽل تي هڪ خوبصورت ٻارڙيءَ جي رنگين ۽ مرڪندڙ تصوير ڏنل آهي. هن 37 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي باتصوير ڪتاب ۾ حمد ۽ دعا سان گڏ ٻارن جي پسند جي شين، راندين، گلن، باغن، وطن ۽ ان جي نظارن ۽ سنڌ جي شهرن وغيره بابت خوبصورت ۽ آسان نظم شامل آهن. هن ڪتاب جي قيمت 15 رپيا آهي ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ عبدو (ضلعي شڪارپور) پاران نومبر 1992ع ۾ ڇپايو ويو آهي.




**ٻار، گلن جا هار (ڪتاب)[2]:** ساڳئي عنوان سان ٻاراڻي شاعريءَ جو ڊيمي سائيز جي 48 صفحن تي مشتمل ڪتاب، علي محمد سولنگي دادوءَ واري جو ڇپيل آهي، جيڪو 2005ع ۾ ڇپيل آهي ۽ ان جي قيمت جلد ڪچي جي 20 ۽ جلد پڪي جي 30 رپيا رکيل آهي. هيءُ ڪتابڙو صابر پبليڪيشن دادوءَ پاران ڇپايو ويو آهي.

**ٻارن جا حق (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ٽي. ايل. واسواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻارن جي حقن جو بيان آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 38 صفحا آهن. ڇاپو ٻهريون، ليکڪ ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ ڇپايو.

**ٻارن جو ڊائجيسٽ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب غلام محي الدين شاهه جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 14 صفحا آهن ۽ قيمت 75 پئسا ڇاپايل آهي. گلزار ادب، ٽنڊي محمد خان، خادم وطن پريس، حيدرآباد مان 1976ع ۾ ڇپايو.

**ٻارن جي بهادري (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب خانبهادر محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا ڇاپايل آهي. هيءُ ڪتاب، ليکڪ، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان 1932ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو، پوڪرداس اينڊ سنز، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1945ع ۾ ڇپايو ۽ پنجون ڇاپو، مدن لال پوڪرداس، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان 1946ع ۾ ڇپايو. ڇهون ڇاپو به ساڳيءَ پريس 1947ع ۾ ڇپيو.

**ٻارن جي مرگهي:** هيءُ هڪ دماغي بيماري آهي جنهن ۾ ٻار کي دورا پوندا آهن. هن جي سڃاڻپ اها آهي ته هٿن پيرن جي ڇڪ ۽ وات مان گجي اچڻ شروع ٿيندي آهي، ۽ ڪڏهن اهي دورا هڪ ٻئي پٺيان جلد جلد ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن دير دير سان. گهڻو ڪري تيز تپ ۾ به ٻار کي دورا پوندا آهن. عام زبان ۾ ان کي ٻارن جي مرگهي چوندا آهن.

**ٻارن جي نمونيا:** هيءُ بيماري ٻارن ۽ خاص ڪري ڪمزور ٻارن کي تمام گهڻي ٿيندي آهي. ڊاڪٽرن موجب اها خاص جيوڙن (بيڪٽيريا) ذريعي ٿيندي آهي. عام مشاهدو آهي ته سردي لڳڻ يا زڪام ۽ نزلي ۾ سيني جي چڱيءَ طرح سنڀال نه ٿيڻ ڪري يڪدم هيءُ بيماري ٿي پوندي آهي. شروع شروع ۾ معمولي ڪنگهه ۾ ٿورو تپ ٿيندو آهي، جو پوءِ هوريان هوريان وڌي ويندو آهي، پر هڪجهڙو نه رهندو آهي، ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ ٿيندو آهي.

هن ۾ سُڪي کنگهه ٿيندي آهي ۽ کنهن وقت تمام گهڻي کنگهڻ سان ٿورو ذرو بلغم نڪرندو آهي ۽ ٻار تمام ڪمزور ٿي ويندو آهي ۽ بيهوش رهندو آهي. هن بيماريءَ جي خاص نشاني اها آهي ته ساهه کڻڻ مهل جيري ۽ ترڙيءَ جي مٿان پاسرين ۾ کڏون معلوم ٿينديون آهن. ڊاڪٽر ان جو علاج اينٽي بايوٽڪ دوائن سان ڪندا آهن.

**ٻارن لاءِ آڪاٽيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نارائڻداس ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 35 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. ڀڳوانداس، چندن پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپايو.

**ٻارن لاءِ تصويري سنڌي انگريزي لغت** (ڪتاب): پروفيسر بشير احمد منگيءَ، ٻارن لاءِ تصويري لغت تيار ڪئي آهي، جيڪا سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ پهرين چار رنگي، سنڌي بنيءَ تي ڇپيل لغت آهي. اها ڊيمي سائيز 258 صفحن تي مشتمل آهي. ان جي قيمت -/200 رپيا رکيل آهي. هيءَ عالمي معيار جي لغت آهي، جنهن ۾ ٻارن جي دلچسپيءَ وارين رنگين تصويرن ۽ انهن جون معنائون ڏنيون ويون آهن. هي لغت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2004ع ۾ ڇپائي وئي.




**ٻارَڻ**: هڪ ذات جو نالو، جيڪي راجپوت نسل جا چيا وڃن ٿا ۽ پاڻ کي سما سڏائين ٿا. جيڪي جاتي تعلقي ۾ ڪڇ جي رڻ واريءَ سرحدي ايراضيءَ ۾، گولاڙچي، رڙي ۽ احمد راجي ايراضيءَ ۾ گهڻي قدر آباد آهن ۽ گل محمد ٻارڻُ هن ذات جو وڏيرو ٿي گذريو آهي. هي ماڻهو جسماني طور سگهارا ڏسبا آهن. سندن گهڻو گذر مال ڌارڻ تي آهي، جن ۾ مينهون، ٻڪريون ۽ ڳائو مال اچي وڃي ٿو هي پوک به ڪن ٿا. آزاديءَ کان اڳ هن ذات جو سماجي ڳانڍاپو ڪڇ سان گهڻو هوندو هو، جتي سندن ذات جا ماڻهو اڪثريت ۾ رهندا آهن. سندن لباس، ڪاڌ خوراڪ ۽ عادتون گهڻي ڀاڱي ڪڇين سان ملن ٿيون. ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ هن ذات به لاڙ جي ٻين سرحدي ذاتين، جهڙوڪ کيهرن، کهڙن، ڙؤنرن، نهڙين، منڌرن، پرهياڙن ۽ راڄن وانگر من مستي ڪئي. نيٺ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، انهن سڀني سان گڏ ٻارڻن جو به زور ٽوڙيو سندن ٻاهريون زور ته ٽُٽي چڪو هو پر سندن مرڪزي حيثيت ختم نه ٿي سگهي. سندن سردار جو اثر رسوخ ساڳيو رهيو ٻارڻن ۾ سرداري پشت به پشت هلندي اچي ٿي. هن وقت ٻارڻن جو سردار دائود خان آهي، جيڪو مليرم ۾ رهندو آهي. آزاديءَ کان اڳ ڪڇ ۽ سرحدي حصن ۾ ڪافي اثر رسوخ رکندو هو. پر هن وقت سندس وفاداري ملڪ سان آهي. ٻارڻ زميندار به آهن. گهرن ۾ عورتون ڏاس مان فراسيون ٺاهڻ ۽ پرت پرڻ جو ڪم ڪنديون آهن.

**ٻارَڻ**[2]: ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ مکيه ٽي ڳوٺ آهن: 'ٻارڻ'، 'آپي پَٽ' ۽ 'ٽئين ديهه جو پَٽ'. هي پٽ واريا سا آهن. پر هاڻي زمين آباد ٿيندي پئي وڃي. هن ديهه ۾ راڄپر، خاصخيلي، بروهي، ماڇي ۽ دائيداڻا آباد آهن.

**ٻارَڻ**[3]: اهي شيون جن کي ٻاهه ڏئي گرمي يا توانائي پيدا ڪجي. عام طرح ٻارڻ ۾ ڪاٺيون، ڪوئلا، تيل، ڇيڻا وغيره ڪم ايندا آهن. اڳي سِرن پچائڻ يا چُن پچائڻ لاءِ کُوري کي وونڻائين يا سارين جي ٿهن جو ٻَلُ (ٻَلُ = ٻارڻ، ٻاهه) ڏبو هو هن وقت پيٽرول وانگر معدني تيل، فرنيس آئل ٻارڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ان کان علاوه ڊيزل، گاسليٽ پڻ ٻارڻ طور استعمال ٿيندو آهي.

اڄڪلهه کُورن ۽ ڪارخانن ۾ قدرتي گئس (سُئي گئس) جو استعمال گهڻو وڌي ويو آهي. جديد دور ۾ سج جي گرميءَ (Solar energy) ۽ هوا جي تيزيءَ (Wind energy) ۽ ٻين ذريعن کي پڻ انهيءَ مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن.

**ٻارٽڪي**: تعلقي شاهبندر، ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه.

**ٻاروتو**: نئين چانور ٻار کي ويڙهڻ يا تنجڻ جو ڪپڙو، تنجڻ (ڪوري ڪپڙي جي اڇي پٽي).

"سياڳو ٻار، ٻاروتڻ ۾ پڙو" (پهاڪو)

**ٻاروپار**: ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو جيڪي وسڪاري تي آبادي ڪن ۽ مال چارين ٿا.

**ٻاروچو**: پنهونءَ کي پيار مان 'ٻاروچو' ۽ ٻاروچل چيو ويو آهي، جيڪو لفظ 'بلوچ' يا 'بروچ' جي ڦريل صورت آهي.

**ٻاروچو**[2]: شاديءَ جي ڳيچن جو هڪ قسم پڻ 'ٻاروچو' سڏبو آهي. ڳيچ هڪڙا ٻاروچا ٻيا سماٽڪا ٿين. لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳيءَ جو ڳايل لوڪ گيت:

"پينر منهنجو ٻاروچو آيو."

**ٻاروچو باغ**: هي هالا تعلقي جو مشهور ڳوٺ آهي، جيڪو نئشنل هاءِ وي تي هالا کان اتر طرف ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ڳوٺ ڦٽين ۽ اناج جو اهم مرڪز آهي. هتي سُهائي فقير جو ساليانو ميلو به لڳندو آهي، جنهن ۾ وڏو ملاکڙو لڳندو آهي، جتي سڄي سنڌ جا ملهه پنهنجي فن جا ڪرتب ڏيکاريندا آهن. هي ملاکڙو پٽ شاهه جي ملاکڙي جو ڏيک ڏيندو آهي. هتان تاريخي شهر منصوره ٻه ڪلوميٽر پنڌ تي آهي.

**ٻارهن امام**: اهل تشيع حضرات، توحيد ۽ نبوت سان گڏوگڏ امامت جا به قائل آهن. هو ان ڳالهه جا به قائل آهن ته امامت کانسواءِ دين جي پيروي مڪمل ٿي نه ٿي سگهي، ۽ حضور اڪرم صلعم جن جي حديث "من ڪنت مولا فهذا علي مولا" (آءٌ جنهن جو به مولا آهيان، ان جو علي به مولا آهي) موجب پهريون امام حضرت امير المومنين علي بن ابي طالب عليه السلام آهي. حضرت علي عليه السلام جي ولادت جمعه جي ڏينهن 13- رجب 30 عام الفيل (بعثت کان ڏهه سال پهرين) خانه خدا ڪعبته الله ۾ ٿي. هن مولود جي والد جو نالو حضرت عمران بن عبدالمطلب (ڪنيت ابو طالب) ۽ والده جو نالو بيبي فاطمه بنت اسد بن هاشم هو. حضرت علي ڪرم الله وجه ۽ سندس والدين، حضرت محمد مصطفيٰ صلعم ۽ دين خدا جا ازل کان دوست ۽ مددگار هئا. حضرت علي ڪرم الله وجه پنهنجي سڄي زندگي اسلام جي خدمت ۾ گذاري ۽ انهي اسلام جي محبت سبب کين شهيد ڪيو ويو. 19 رمضان 40 هه تي صبح جي نماز جي ادائيگيءَ واري حالت ۾ عبدالرحمان بن ملجم / زهر آلوده تلوار سان وار ڪيو ۽ امام ٻن ڏينهن کانپوءِ 21 رمضان 40 هه ۾ شهادت جو جام نوش ڪيو (ڏسو: علي عليه السلام، امام). اهل تشيع وارن جو ٻيو امام حضرت حسن المجتبيٰ عليه السلام آهي. (ڏسو: امام حسن عليه السلام) ٽيون امام حضرت امام حسين عليه السلام (ڏسو: امام حسين عليه السلام)، چوٿون امام، حضرت امام زين العابدين عليه السلام (ڏسو: امام زين العابدين عليه السلام)، پنجون امام، حضرت امام محمد باقر عليه السلام، (ڏسو: محمد باقر عليه السلام، امام) ڇهون امام، حضرت امام جعفر صادق عليه السلام (ڏسو: جعفر صادق عليه السلام، امام) ستون امام، حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام (ڏسو: موسيٰ ڪاظم عليه السلام، امام) اٺون امام، حضرت امام علي بن موسيٰ الرضا عليه السلام (ڏسو: موسيٰ الرضا عليه السلام، امام) نائون امام، حضرت امام محمد تقي عليه السلام (ڏسو: محمد تقي عليه السلام، امام) ڏهون امام، حضرت امام علي النقي عليه السلام (ڏسو: علي النقي عليه السلام، امام) يارهون امام، حضرت امام

حسن عسڪري عليه السلام (ڏسو: حسن عسڪري عليه السلام، امام) شيعن جو ٻارهون امام قائم آل محمد حضرت امام مهدي عليه السلام (ڏسو: قائم آل محمد، مهدي عليه السلام، امام) آهي.

**ٻارهن امامن جي امامت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد هاشم عرف ميوي خان جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ جلد ڪچي واري هن ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. انجمن اماميه سنڌ، پنجتني اماميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڇپايو.

**ٻارهن خانوادا**: صوفياءِ ڪرام جا ٻارهن سلسلا، جيڪي هيلينءَ طرح آهن: (1) سلسلو قادريه، حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رح سان. (2) سلسلو نقشبنديه، حضرت خواجا نقشبند رح سان. (3) سلسلو صوفيه، حضرت شيخ صفي رح سان. (4) سلسلو عبدالروسيه، حضرت شيخ عبدالروس رح سان. (5) سلسلو نوريه، حضرت شيخ نورالحسن نوري رح سان. (6) سلسلو شطاريه، حضرت شيخ عبدالله شطار رح سان. (7) سلسلو يوسفيه، حضرت شيخ احمد يوسفي رح سان. (8) سلسلو انصاريه، حضرت شيخ عبدالله انصاري رح سان. (9) سلسلو زاهديه، خواجه بدرالدين زاهد رح سان. (10) سلسلو قلندريه، حضرت محمد قلندر رح سان. (11) سلسلو خضريه، حضرت احمد خضروي رح سان ۽ (12) سلسلو حُسينيه، حضرت امام حسين عليه السلام سان منسوب ڪيو ويو آهي.

**ٻارهن ربيع الاول**: ماهه ربيع الاول جا شروع وارا ڏينهن، جن جي لاءِ چيو ويندو آهي ته حضرت نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن انهن ڏينهن مان پهرئين ڏينهن تي يا ٻارهين تاريخ تي وفات ڪئي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته نبي سڳوري جن پهرين ربيع الاول تي وفات ڪئي، پر اڪثريت 12 ربيع الاول تي متفق آهي. انهيءَ نسبت سان سجي مهيني کي پڻ "ٻارهين وفات" ڪري چوندا آهن. اهل تشيع وارا حضور صلي الله عليه وسلم جن جي رحلت واري تاريخ 28 صفر کي مڃيندا آهن، ۽ تمام وڏي پيماني تي مجلسون ڪندا آهن ۽ ولادت 17- ربيع الاول تي ميلاد ڪري ملهائيندا آهن ۽ امام بارگاهن ۾ ميلادون ملهائيندا آهن.

**ٻارهن سڱو**: ٻارهن سڱو مشهور جهنگلي جانور آهي. جنهن جا سڱ تمام وڏي اهميت رکن ٿا. ٻارهن سڱي کي سنڌيءَ ۾ "ڦاڙهو" ۽ "سانير" به چوندا آهن. [ڏسو: ڦاڙهو]. حڪيمن موجب طبي حوالي سان ڪيترين ئي بيمارين هن جي سڱن جي دوا وسيلي ختم ٿي سگهن ٿيون.

**ٻارهن ماهه**: لوڪ شاعريءَ جي هڪ صنف، جنهن ۾ ٻارهن مهينن بابت پنهنجن خيالن ۽ جذبن جو اظهار ڪيو ويندو آهي. گهڻو ڪري هيءَ صنف عشقيه شاعريءَ ۾ ڪم ايندي آهي.

**ٻارهن ماهه**[2]: سنڌي ۽ گرمکي لپيءَ ۾ لکيل ڪجهه ڪتابن جا نالا: (1) منشي پوڪرداس ٿانورداس جو لکيل ڪتاب، جيڪو 1898ع ۾ منشي پوڪرداس، پوڪر پريس، شڪارپور مان ڇپايو (2) گرمکي لپيءَ ۾ جمناداس جو لکيل ڪتاب، جيڪو 1893ع ۾ چشمه نور پريس امرتسر ۾ ڇپيو (3) موتيرام جمناداس جو لکيل ڪتاب، جيڪو 1890ع ۾ اسلاميه پريس، لاهور مان ڇپيو ان جو ٻيو ڇاپو 1893ع ۾ مجتبائي پريس، لاهور مان ڇپيو (4) پنجومل جو لکيل ڪتاب، جيڪو 1888ع ۾ مجتبائي پريس، لاهور مان ڇپيو ان جو ٻيو ڇاپو 1890ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1893ع ۾ اسلاميه پريس، لاهور ۾ ڇپيو.

**ٻارهين سنڌي ادبي ڪانفرنس دادو**: ٻارهين سنڌي ادبي ڪانفرنس 10 ۽ 11 نومبر 1951ع تي جمعيت الشعراءِ سنڌ ۽ انجمن آفتاب ادب جي نگرانيءَ ۾ سهاري هيٺ ميونسپل پارڪ دادوءَ ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪم ۾ رئيس ضياءالدين بلبل، آخوند شفيع محمد ۽ قاضي علي احمد وڪيل جون ڪوششون شامل هيون. استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر آخوند شفيع محمد ۽ سيڪريٽري حافظ محمد احسن چنا هو. ڪانفرنس ۾ سجيءَ سنڌ مان شاعرن شرڪت ڪئي، جن ۾ شيخ عبدالحليم "جوش"، امير الدين همدم، "اياز" قادري، مولوي نور الدين "نور"، عبدالڪريم شاهه، رئيس ضياءالدين "ضيا"، حافظ محمد "احسن"، صاحبزاده احمد مجتبيٰ ملڪاڻي، فتح علي "فتح"، احمد شاهه "استاد" بخاري، قربان علي نقشبندي، عبدالرحمان ابڙو ڏڱوڙ "مسڪين"، حبيب الله "حبيب"، محمد حسن "ساز"، علي محمد "مجروح"، سنتو لعل درياڻي محمد چٽل "فدا"، ڊاڪٽر محمد ابراهيم "خليل"، ڊاڪٽر عبدالفتاح "عبد"، آغا گل حسن "گل"، انور علي شاهه "اظهر"، الهورايو مهر "سليم"، علي محمد خالدي، محمد عالم عباسي "عالم" ۽ ٻيا ڪيترائي نالي وارا شاعر موجود هئا. هن ڪانفرنس جي صدارت علامه آءِ آءِ قاضي صاحب کي ڪرڻي هئي، پر ڪن مجبورين سبب هو اچي نه سگهيو ۽ صدارت شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي صاحب ڪئي.

**ٻار ۽ گهر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالله عباسيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻار ۽ گهر جي سنڀال جو ذڪر آهي. ڪرائون سائيز ۾ جلد ڪچي واري هن ڪتاب ۾ 26 صفحا آهن. پهريون ڇاپو مڪتبه عباسيءَ، الوحيد پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان 1950ع ۾ ڇپيو.

**ٻاريءَ جا ديبل دڙا**: تعلقي ڪيٽي بندر جي ديهه گهوڙا ٻاريءَ ۾ قتل شهر جا آثار، جيڪي دڙن جي صورت ۾ موجود آهن. اهي آثار ڳوٺ احمد سمي جي پرسان روڊ جي بلڪل ويجهو، ڳوٺ کان هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي آهن. 1940ع تائين هندن جو وسندڙ ڳوٺ هو. پر آزاديءَ کان پوءِ هو لڏي هندستان هليا ويا ۽ پنهنجو قيمتي سامان ڪڍي ويا. انهن جاين ۾ ڪي ته خانا به آهن. آسپاس جي ڳوٺ وارن ٻاريءَ جي دڙن مان گهرن ناهڻ لاءِ جيڪي مٽي ڪڍي گهر ٺاهيا، ڪوٽائي ڪندي ته خانن مان قيمتي شيون مليون آهن. جن ۾ خوبصورت شيشيون، چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا، خوبصورت پٿر شامل آهن. چانديءَ جي سڪن ۾ 1862ع، 1902ع ۽ 1912ع جا سڪا مليا آهن.

**ٻاڙودو**: ڪوهاڊي تي چڙهيل اهو هُرلو يا نار، جنهن جي ماله ٻاٽڙ (ڀاڻدي) سان لڳو لڳ ٻڌل هجي.

"آيل اوٻارو، ٻاڙودو ٻوڙ وهي" (شاهه)

**ٻاڙودو**[2]: هن نالي سان سکر ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ٻه ديهون آباد آهن. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٻاڙي، خدابخش پتافي، عظيم چاچڙ، حافظ عبدالسميع چاچڙ ۽ امام بخش گبول. ٻي ديهه تعلقي ٺُل ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: درگاهي جکراڻي، گلاب خان بگٽي، الاهي بخش جکراڻي، جان محمد جکراڻي، بڪر خان جکراڻي، وزير خان جکراڻي ۽ ٻيلو خان جکراڻي.

**ٻاڙي ڍنڍ**: هي ڍنڍ سانگهڙ ضلعي جي مَکي ٻيلي ۾ موجود ڍنڍن جي سلسلي ۾ هڪ آهي ۽ مکيءَ جي ڍنڍن جي دل بڪار ڍنڍ کان اوپر ۾ موجود آهي. هن ڍنڍ جي گهرائي ٻين مکيءَ جي ڍنڍ کان وڌيڪ آهي. مقامي ملاحن موجب ته گهڻي ڪوشش باوجود هو ڍنڍ جي تري جو يا گهرائي جو اندازو نه لڳائي سگهيا آهن. ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکي جام ٿئي ٿو، جنهن ۾ موراڪو ۽ ڪرڙو مشهور مڇيون آهن.

**ٻاڦ**: اُب، بُخار (پاڻيءَ جو). پاڻيءَ جو گرميءَ جو درجو ٽهڪڻ جي حد کي رسندو ته پاڻي ٻاڦ جي صورت وٺندو آهي. ٻاڦ هوا کان هلڪي ٿيندي آهي، ٿڌڪري مٽي چڙهي، ٿڌ جي ڏاڪي کي پهچي، ڪڪرن جي صورت وٺندي

آهي. 17 صديءَ عيسويءَ ۾ ٻاڦ جي طاقت کي استعمال ڪري ڪلون (انجڻيون) هلايون ويون هيون جيڪي پوءِ تيل (پيٽرول) ۽ بجليءَ جي زور تي هلايون ويون. اڃا تائين ڪن هنڌن تي داٻ جون وڏيون ڪلون ٻاڦ جي طاقت سان هلايون ويندڙيون آهن. ٻاڦ جي طاقت استعمال ڪرڻ جو خيال ڪنهن سائنسدان کي چلهه تي چڙهيل ڪني کي ڏسي پيدا ٿيو جنهن جي ٻاڦ، ذري ذري ڍڪڻ کي هٽائي ٿي ڇڏيو.

**ٻاڦا**: هن نالي سان ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻاگهل**: هڪ ذات جو نالو. هن ذات جا ماڻهو لاڙ ۾ ساگري درياهه جي ڪپ سان رهندا هئا. بدين ضلعي جي شهر راڄي خاناڻيءَ جي پرسان ديهه "ٻاگهلاٽي" ۽ تعلقي ٽنڊي باگي ۾ ٻاگهلن جا وڏا آباد هئا، جن جا آثار اڄ به ڇتا ڏسجن ٿا. ٻاگهلا، چارا ۽ گجر لاڙ جون مشهور ذاتيون آهن. جيڪي سومرن جي دور ۾ سنڌ مان ڪڇ ڏانهن لڏي ويون ۽ پوءِ مختلف جاين تي وڃي رهيون. ڪي ٻاگهلا گجرات ڏانهن هليا ويا، جتي هنن پاڻ کي "واگهلا" سڏايو.

**ٻاگهل**[2]: هن نالي سان تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ آباد آهن.

**ٻاگهل**[3]: ٿر ۾ سما قبيلي جي هڪ ذات جو نالو. ڪتاب "سومرن جو دور" ۾ لکيل آهي ته "ٻاگهل"، سومرن جو پاڙو آهي، جيڪي ٿر ۾ رهن ٿا. هن وقت حيدرآباد ۽ بدين هنڌن تي پڻ آباد آهن.

**ٻاگهل**[4]: ڪتاب 'سومرن جو دور' جي لکت موجب "ٻاگهل" مان مراد "واگهيلا" آهي، البت فرق اهو آهي ته ڪڇ ۾ "واگهيلن" جي جن قبيلن اسلام قبول ڪيو، سي پوءِ ٻاگهل سڏجڻ لڳا ۽ منجهائن گهڻن اچي سنڌ کي وسايو.

**ٻاگهلاٽي مسجد**: لاڙ جي ڳوٺ راڄي خاناڻي (ضلعي بدين) جي پرسان سانگري ڍوري جي ڪپ تي ديهه ٻاگهلاٽيءَ ۾ هن زبون حال مسجد جا آثار موجود آهن. مسجد سان گڏ ماڳ تي قديم شهر جا آثار موجود آهن.

**ٻاگهل ٻائي/ ٻاگهي**: سنڌ ۾ سومرا دور جو هڪ تاريخي ڪردار. ٻاگهي، دودي سومري جي وڏي ڀيڻ هئي. پونگر جي مرڻ کان پوءِ راڄن جو فيصلو هو ته وڏي ڌيءَ هئڻ ناتي پڳ "ٻاگهيءَ" کي ٻڌائجي. ٻاگهيءَ پڳ ٻڌڻ کان انڪار ڪندي چيو ته "ڀائرن هوندي ڀيڻ ڪيئن پڳ ٻڌندي؟ وڏي ڀاءُ چنيسر کي وڃي پڳ ٻڌايو." چنيسر جيئن ته پونگر جي ڏاڏي پوٽي زال مان ڪونه هو ان ڪري راڄن ڪجهه آناڪاني ڪئي، تنهن تي چنيسر منجهي پيو. اڪثريت جي راءِ ڏسندي، هن ڳالهه ته قبول ڪئي، پر چيائين "ترسو ته امان کان پڇي اچان!" چنيسر جي ان ڳالهه کي ڪمزوري سمجهي، راڄن پڳ دودي کي ٻڌائي، جيڪو سيني ۾ ننڍو ڀاءُ هو. پر سندس ماءُ ڏاڏي پوٽي هئي. ان تي چنيسر ڪاوڙجي دهليءَ ويو ۽ ڀيڻ ٻاگهيءَ جو سڱ علاؤالدين کي ڏيڻو ڪري ڪيس لشڪر سميت، سنڌ تي چاڙهي آيو. دودي، سامون (سومرين) ابڙي ڏانهن اماڻي، علاؤالدين سان جنگ جوٽي، جنهن جنگ ۾ دودي سميت سمورا سورهيه شهيد ٿي ويا، پر آڻ نه مڃيائون. سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي دودي چنيسر ۽ علاؤالدين جي جنگ جون منظوم ڳاهون مشهور آهن. جن ۾ راڻي ٻاگهيءَ جو مکيه ڪردار ڳايو ويندو آهي. هن قصي جي مسلسل رواج ۾ هئڻ ۽ عام طور تسليم ٿيل روايتن مان گمان نڪري ٿو ته هن قصي پويان سومرا دور جو تاريخي پس منظر موجود آهي. تاريخي لحاظ سان سلطان علاؤالدين (1316-1296ع) جي سپهه سالار ظفر خان جو سال 697 هه/ 1297-1298ع ڌاري سنڌ تي چڙهي اچڻ ثابت ٿئي ٿو. سنڌ جي هڪ مقامي روايت موجب ان وقت "اسدالملت" دودو سومرو حڪمران هو. جنهن هڪ بيان موجب 700 هه/ 1300-1301ع ۾ وفات ڪئي. جيڪڏهن 697-700 هه واري عرصي ۾ سلطان علاؤالدين جي سپهه سالار ۽ سومرن جي وچ ۾ جنگيون فرض ڪجن ته پوءِ اُهي مقابلا سومرا دور جي خاتمي کان اٽڪل پنجاهه سٺ سال اڳ ٿيا هوندا. انهيءَ لحاظ کان چئبو ته "دودي، چنيسر ۽ علاؤالدين" جو جنگي داستان سال 700 هه کان پوءِ، يعني اٺين صديءَ جي شروعات کان وٺي بيان ٿيڻ لڳو ۽ اڄ ڏينهن تائين پيو بيان ٿئي ۽ ڳائجي.

**ٻال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ويرومل هيمون مل ملاڻيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 184 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. سنتان ڌرم سڀا، ڪراچيءَ هي ڪتاب 1920ع ۾ ڇپايو.

**ٻالا**: هڪ قبيلو جيڪو پاڻ تي مسلمانن وارا نالا رکندو آهي ۽ سنڌن پيشو ڀنگين وارو هوندو آهي. اهي شهرن ۾ ڪاڪوس صاف ڪندا آهن ۽ پاڻ کي "ٻاليشاهي" به چورائيندا آهن. سنڌن رهائش ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر هوندي آهي. آزادي کان پوءِ بعض هنڌن تي ڪين "حلالخور" به چيو ويندو آهي. ٻالا يا ٻاليشاهي گهڻو ڪري سرائڪي ڳالهائيندا آهن. وڌيڪ ڏسو "ٻاليشاهي".

**ٻالا**[2]: ٻالا راڄڙن جو هڪ پاڙو آهي. سگهڙ شاعر چنيسر راڄڙ هن پاڙي مان هو.

**ٻال اُتر پرشن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٽانورداس گنگارام جو ترجمو ڪيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 26 صفحا آهن. ڇاپو ٻهريون، طوطلداس ڪيئلداس، ڏامواڻي پريس، نوابشاهه مان 1939ع ۾ ڇپايو.

**ٻالا پيرُ**: ڪڇ علائقي جي شهر پيچ ۾ هڪ فقير جي درگاهه. جنهن کي "ٻالا پير" سڏيو وڃي ٿو. شاهه جي گنج ۾ هڪ وائيءَ جي سٽ آهي:

"ڏن تون ڏتاسري، ڏن تون ٻالا پير"

**ٻالاٽي: نڪ (راءُ پرٿور)**: گوتر "ڪشيپ" هيءُ چوهاڻ راجپوتن مان آهن. اصلي دهليءَ ۾ رهندا هئا. پر پوءِ پرٿوي راج ۽ راجا جئچند جي پاڻ ۾ اٽڪٽ ٿي ۽ لڙايون لڳيون. ته هي دهليءَ مان بدامنيءَ سبٻان لڏي، سنڌ ۾ آيا. اهي راجا پرٿوي راج جا همعصر هئا. پر سنڌن نڪ جو نالو "راءِ پرٿور" آهي. تنهن مان سمجهجي ٿو ته راجا پرٿوي راج جو خود چوهاڻ راجپوتن مان هو. تنهن جو مٿن هٽ هو تنهنڪري پنهنجيءَ نڪ تي سندس نالو رکيائون. ساڳيءَ ريت لهاڻن ۽ ڀاٽين جي ڪيترين نکن جي نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيل آهي، جو ڪڇ جي راءِ جو مٿن هٽ هو اهڙا بيا مثال به آهن.

هيءَ تاريخي حقيقت آهي، ته دهليءَ ۽ اجمير جي راجا پرٿوي راج ۽ راجا جئچند ڪنوج (ڪانيه، ڪبج) جي راجا جو پهريائين پاڻ ۾ ايتري قدر ساز سلوڪ هو جو سلطان شهاب الدين دهليءَ تي ڪاهي آيو. ته راجا جئچند پنهنجي ماسات راجا پرٿوي راج جو طرف وٺي بيٺو ۽ سلطان کي شڪست ڏيئي ڪڍيائون. پوءِ پاڻ ۾ اٽڪٽ ٿين.

1193ع ۾ سلطان شهاب الدين ٻيو ڀيرو دهليءَ تي ڪاهي آيو. ته راجاجئچند شخصي ساڙ ويروچان سلطان شهاب الدين سان هٽ ٿي بيٺو نتيجو هيءُ ٿيو. ته راجا پرٿوي راج مارجي ويو ۽ دهلي ۽ اجمير جي حڪومت هندن جي هٿان هلي وئي.

1194ع ۾ سلطان شهاب الدين خود راجا جئچند تي ڪاهي آيو ۽ سندس رفيقن جون سسيون ترارين سان لهرائي، ڪنوج ۽ بنارس پنهنجي قبضي ۾ ڪيائين. مسلمانن حاڪمن پوءِ بنگال، بهار ۽ اٿوڌ به هٿ ڪيا. اٿين سجو اتر هندستان هندن جي هٿ مان نڪري ويو.

ٻالاٽين جا وڏا جيڪڏهن انهن لڙاين جي هراس وچان سنڌ ۾ آيا هئا. ته چئبو ته سومرن جي صاحبيءَ ۾ آيا هوندا ۽ سنڌ ۾ آئي اٺ صديون ٿيون اٿن. جنهن ڪري هيءَ نهايت آڳاٽي آکهه چئبي. هن وقت هو پاڻ کي پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ ٻالي مل جي نالي پٺيان سڏائين ٿا. جو نوشهري فيروز ۾ رهندو هو. سيٺ ٻالي مل کي هڪ پٽ سيٺ چوٽرام هو جنهن کي ٻه پٽ تيجا رام ۽ ڀيجا رام هئا. ٻنهي ڀائرن جو اولاد هن وقت نوشهري فيروز ۾

آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ايسرائي ۽ مورجائي نوشهري ۾ ٻنهي ۾ اجاري جي بستگيءَ (ٺڪ) لاءِ مقرر ٿيل هئا. اهي پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ جي ويجهو ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا. جو مير سهراب خان وٽ نوڪريءَ ۾ هئا (ڏسو: "ايسرائي"). ان وقت ٻالاڻين مان سيٺ چوڙمل جي آڪهه وارا مورجائين سان گڏ، نوشهروفيروز ڇڏي پرڳڙين لڏي ويا ۽ اتي وڏيا ويجهيا. هن وقت پرڳڙين ۾ ٻالاڻين جا سترهن ارڙهن گهر آهن. منجهائن ڪي وڪيل، ڊاڪٽر ۽ ماستر آهن. ته ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ آهن. نوشهري فيروز ۾ ٻالاڻين جا سٺ ڪن گهر آهن. منجهائن ڪي وڪيل، ڊاڪٽر ۽ زميندار ته ڪي واپاري آهن. ٻالاڻين مان مسٽر تولارام هڪ چڱو ديس شيوڪ هو اخبارن ۽ مخزنن ۾ عمدا عمدا ليک لکندو هو نوشهري فيروز جي ٻالاڻين مان، جن پهريائين ڊاڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪيو، تن مان هڪڙو ڊاڪٽر لوڪومل سيرومل هو. جو نهايت خوش مزاج ۽ رلڻو ملڻو مڙس هو ۽ ويجهڙائيءَ ۾ گذاري ويو.

**ٻالپوري آستان:** هي هندن جو آشرم 50 سال پراڻو ديهه ڀال، تعلقي ٺٽي بولاخان. لالاٽي مقام کان 3 ڪلوميٽر اولهه ۾ آهي. هي عمارتن جو ميڙ ٽن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي، سڀ سادي نموني سيمنٽ سان پلستر ٿيل آهن. ٽيتين تي ڪي لکتون آهن. ٻاهران ايندڙن لاءِ لانديون ۽ رهائشي ڪوارٽر ٺهيل آهن. رڌ پچاءَ لاءِ الڳ بورچيخانا، ۽ پاڻيءَ جون سبيلون ٺهيل آهن. عمارت لڳ قدرتي ڍيک آهن. جيڪي عمارت جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو آڻين ٿا. ڇت ۾ لوهي گرڊر استعمال ٿيل آهن. هي آشرم ليکجڻ گهرجي. پري کان عمارتون جهونيون، جڻ ڪنهن بنواسي يا رشيءَ جي رهائش وانگر لڳن ٿيون. پر فني طور هيءَ عمارتون 50- 60 سالن کان وڏيک عرصي جون نه آهن. هي مذهبي قسم جي عمارتن جو ميڙ ڪنڪريٽو پر سلي هنڌ ٺهيل آهي. خاص طور تي پاڻيءَ جو چشمو ۽ آس پاس جا گهاٽا وڻ هن جي سونهن وڌائين ٿا.

**ٻال چندرما** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، رابندرناٿ ٽئگور جي شاعريءَ جي ڪتاب "Crescent" جو ترجمو هو جيڪو ارجن ايسرائيءَ، سنڌيءَ ۾ ڪيو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، رتن ساهتيه منڊل، رام روڙي پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**ٻال رامائڻ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسوانيءَ جو لکيل آهي. هي ٻارن لاءِ لکيل رامائڻ آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 126 صفحا آهن. ۽ قيمت هڪ رپيو چار آنا ڄاڻايل آهي. سندر ساهتيه آفيس، هندستان پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1946ع ۾ ڇپايو.

**ٻال ساهتيه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڄيٺمل پرسرام جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 26 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، ڄيٺمل پرسرام گلراج، بلٽونسڪي پريس، حيدرآباد مان سال 1926ع ۾ ڇپايو.

**ٻال ساهتيه جو وڪاس** (ڪتاب): ٻارن جي ليکڪ مشهور اديب ڊاڪٽر هوندراج بلوانيءَ جو ٻاراڻي ادب جي اوسر بابت لکيل ڪرائون سائيز جو 78 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، 14 نومبر 1986ع تي گجرات ساهتيه اڪيڊمي گانڌيڌام (ڀارت) جي مالي مدد سان، هوندراج بلوانيءَ، احمد آباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٻارن جي ادب جي اهميت، ٻاراڻي نفسيات ۽ ٻاراڻي ادب، ڪشنچند بيوس جي ٻاراڻي ادب، هري دلگير جي ٻاراڻن گيتن، ٻاراڻن ناٽڪن، ٻاراڻي ادب ۽ ٻاراڻي ادب جي واڌاري لاءِ اپاءَ عنوانن تي مشتمل ست باب شامل آهن. ڪتاب جي قيمت پنج رپيا 40 پئسا ڄاڻايل آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪا ۽ ڪهاڻيڪار خيرالنساءِ جعفريءَ جا هوندراج بلوانيءَ بابت تاثراتي ٻه اکر شامل آهن.

**ٻال ساهت ۾ سنڌيءَ ۾ ان جي اهميت** (ڪتاب): هن عنوان سان، ڊيمي سائيز جي 44 صفحن تي مشتمل ڪتابڙو، هوندراج بلوانيءَ جو مرتب ڪيل آهي، جنهن ۾ ٻاراڻي ادب ۽ ان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ اهميت بابت ڪيرت مهرچندانيءَ، ڄيٺي لالوانيءَ، ڄيٺانند لعلوانيءَ، سيتل ورما، لڇمڻ ڪڪڙيجا، نانڪ مدنانيءَ ۽ هوندراج بلوانيءَ جا مضمون ڏنل آهن هن ڪتاب جي قيمت 4 رپيا آهي ۽ ڪويتا ساهت مالها طرفان، ڪويتا پرنٽنگ پريس، سهجپور بوگها، احمد آباد مان ڇپايو ويو.

**ٻال سري ڪرشن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسوانيءَ جو لکيل آهي. جيڪو سري ڪرشن جي ٻالپڻ بابت آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 132 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. سندر ساهتيه آفيس، هندستان پريس ڪراچيءَ مان 1935ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1941ع ۾ ڇپيو ۽ ٽيون ڇاپو 1947ع ۾ شايع ٿيو.

**ٻال شهيد وير حقيقتراءِ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پنجومل وڌنمل ورما جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا آهن ۽ قيمت 3 پئسا ڄاڻايل آهي. شري هندو ڌرم، تلڪ پريس سکر مان سال 1939ع ۾ ڇپايو.

**ٻالڪاٽي ٻاري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شيوڪ پوجراج جو لکيل آهي. جنهن جو مقصد ٻالڪن ۾ تعليم لاءِ چاهه پيدا ڪرڻ آهي. هيءُ ڪتاب 1962ع ۾ ڇپيو.

**ٻال ڪرشن. ڊي. ڪمل "سرتاج"**: ناميارو چترڪار ۽ شاعر ٻالڪرشن ڊي. ڪمل سرتاج، 12 مئي 1932ع تي ملنيءَ ۾ ڄائو بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "نهرو"، "شرڌانجلي"، "امن جون ڳالهڙيون"، "نازڪ مکڙيون" ۽ "ڪارا پوئنر" قابل ذڪر آهن. ان ڪانسواءِ سؤ کان مٿي چتر ڪيڊيل اٿس. سورٽڪر ڪالوني، راجستان، پوليس اڪيڊمي، نهرونگر، جئپور ۾ رهائش پذير هو.

**ٻالڪ سنڌي**: سندس اصل نالو زاهد علي آهي، سندس والد بخشل شاهاڻي سنڌو طبلي نواز آهي. هو 1976ع ۾ ڄائي محلي شاهه آباد دادوءَ ۾ ڄائو. پهريون استاد بخشل شاهاڻي هوس. پوءِ منظور سخيراڻي وٽ اٺ سال سکيو. نيٺ استاد عبدالغفور سومري کان باقاعدي ڳائو ٻڌرايائين. ۽ ڪلاسيڪي انگ سکيائين. پاڻ پهريون ڪلام استاد بخاريءَ جو "جيجل جهولي، ڏئي پئي لولي- سنڌي ٻولي قومي ٻولي" ڳائي مشهوري ماڻيائين. سندس 20 کن البم اچي چڪا آهن. ڪي ٽي اين تي "سهڻي" سندس ڳايل ڪلام ڏاڍو مقبول ٿيو. پاڻ پاڪستان جي چئني ئي صوبن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي. هن کي 9 ايوارڊ مختلف طور مليا آهن.



**ٻالڪ فورس ۽ پوٽ بلڊنگ** (ڪتاب): نوجوان ليکڪ طارق قريشيءَ جو ٻارن لاءِ لکيل ناول، سچائي اشاعت گهر ڏڙي، ضلعي ٺٽي پاران جون 1933ع ۾ ڇپيو ويو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 128 صفحن واري ناول جي قيمت 20 رپيا آهي.

**ٻالڪن جو ٻل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب تولارام ٻالاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 19 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب، فتح چند منگترام، شام سندر پريس، شڪارپور مان ڇپايو ڇپائيءَ جو سال معلوم نه ٿي سگهيو آهي.

**ٻالڪن جي ٻاري ۽ گرل گائيڊ:** سنڌ ۾ ٻالڪن جي ٻاريءَ جو بنياد دادا شيوڪ ڀوڄراج وڌو. ننڍڙا ٻار، ٻالڪ، ٻالڪيون، آچر ڏينهن صبح جو سنهري، چاھ مان ٻالڪن جي ٻاريءَ جي سينٽر تي ويهندا هئا ۽ انتي ڪلاڪ بہ ٻاڻ کي وندرائي، پوءِ گهر موٽندا هئا. وندر سان گڏ سکيا بہ ملندي هئي. ٻاريءَ ۾ ٻالڪن ۾ ڦڙتي پيدا ٿيندي هئي، راڳ لاءِ منجهن شوق جاڳندو هو ۽ آکاڻين، پرولين ۽ ڳجهارتن لاءِ منجهن چاھ وڌندو هو. ٻالڪن جي ٻاريءَ جا ٻانيڪار دادا شيوڪ رام ڀوڄراج سان گڏ ڪي ٻيا بہ هئا ۽ سنڌ ۾ ان جو پايو پختو ڪندڙ ۽ ساريءَ سنڌ ۾ ڦهلائيندڙ دادي پاروتي گدواڻي هئي. ٻالڪن جي ٻاري شهرن ۽ ڳوٺن ۾ چڱيءَ ريت هلندي هئي، بعد ۾ ڇوڪرين جي جماعت قائم ٿي، جنهن کي "گرل گائيڊ" سڏيو ويو. راند روند سان منجهن بدني ڦڙتائي ۽ شڪتي وڌائي ويندي هئي ۽ ادب، انداز ۽ ضابطو سيکاريو ويندو هو.

**ٻالڪو:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: 'مياڻي مير بحر'، 'نئون آباد' ۽ 'هيليون عاليوال'.

**ٻالڪو ٻڌو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ويرومل بيگراج جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت ڄاڻايل ناهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 145 صفحا آهن. ڇاپو ٻهريون، مولچند ويرومل، تلڪ پريس، سکر مان ڇپايو. ڇپائيءَ جو سال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

**ٻال گيتا ۽ انگن جي استعمالي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اتمچند گنگارام جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 19 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ منڊل، حيدرآباد، طرفان پائيبند پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپيو.

**ٻال مهاڀارت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو هن ٻارن لاءِ 'مهاڀارت' کي سولو ڪري لکيو هو. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 132 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا ڄاڻايل آهي. گهنشامداس ماڪيجاڻيءَ، هيءُ ڪتاب ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپايو.

**ٻال هتيا عرف خون ناحق** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب کانچند درياڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتابڙي ۾ 8 صفحا آهن. قيمت هڪ آنو ڇهہ پايون ڄاڻايل آهي. نانڪرام نيبراج سپاهيملاڻيءَ، هيءُ ڪتابڙو ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ ڇپايو.

**ٻاليشاهي:** هن قبيلي جا چار پاڙا مشهور آهن، پنگي، چڇتائي، ٻاھو ۽ تيجي. گهڻو ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ رهن ٿا، ٻهاري پائڻ ۽ گندگي ميڙڻ جو ڪم ڪن ٿا. ٻاليشاهين کي سندن ڪم مطابق پنگي ۽ "ڇهڙو" بہ سڏيو وڃي ٿو هو خوش اخلاقيءَ سبب "حلال خور" جي هندستاني نالي سان بہ سڏبا آهن ۽ شاهي لقب تي فخر ڪندا آهن ٻاليشاهي، پنهنجي قبيلي اندر شادي ڪندا آهن. هو شهرن ۽ ڳوٺن جي ٻاهران رهندا آهن. سندن گذران شڪار ۽ سندن خاص پيشي تي هوندو آهي، جنهن لاءِ گهر- گهر کان مهيني ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ وٺندا آهن. هنن کي عام طور مسلمان نٿو ليکيو وڃي، جيتوڻيڪ هو طهر ڪرائيندا آهن، ڪلمو پڙهندا آهن، نماز پڙهندا آهن، پيرن جي تعظيم ڪندا آهن ۽ ملن کي شادين توڙي غمين تي سڏائيندا آهن. عام مسلمان کين مسجد ۾ اچڻ جي منع ڪندا آهن، ڇو تہ سندن نظر ۾ هو مئل جانور کائيندا آهن.

**ٻال يوگ سکيا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوال لعل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت بہ آنا 6 پايون ڄاڻايل آهي. ويڙهي مل ڪنڌمل، هيءُ ڪتاب لاڙڪاڻي گزيٽ پريس، لاڙڪاڻي مان ڇپايو. ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل ناهي.

**ٻاڻ:** ضمانت طور نظربند ٿيل ماڻهو اڳئين دستور موجب فاتح بادشاھ يا حاڪم، مخالف ڌر جا خاص ماڻهو نظربند ڪري ٻاڻ سان وٺي ويندا هئا، جيئن مياں غلام شاھ کي نادر شاھ ٻاڻ سان وٺي ويو جنهن کي "ڏن" جي ادائگيءَ کان پوءِ ڇڏيو ويو هو موجوده دور ۾ ان رواج کي "يرغمال ڪرڻ" چيو ويندو آهي ۽ يرغماليءَ کان "پنگ" ورتو ويندو آهي.

**ٻانيارو:** ٻارڻ جبل جي اُڀرندي طرف هڪ جبل جو نالو

**ٻانڀڻ:** هندن جي ڌرمي اڳواڻ کي "ٻانڀڻ" چئبو آهي. هندن جي سمورن فرقن ۾ ٿوري ڦير گهير سان گهڻو ڪري ساڳيون رسمون هونديون آهن مثلا ويدي پڙهڻ، هون ڏيڻ، ٻل چاڙهڻ (قرباني ڪرڻ) ڪريا ڪرم ڪرڻ، پتر ڪارائڻ، جڃيو پارائڻ وغيره. جيتوڻيڪ اشلوڪ، پڄن ساڳيا گيتا يا اپنشدن مان هوندا آهن، پر منجهن فرق رڳو اهو هوندو آهي تہ هر فرقي وٽ جدا جدا ٻانڀڻ مقرر هوندو آهي. مثلا مهيشورين وٽ جدا، ٺڪرن وٽ جدا، هريجنن وٽ جدا، تہ وري سوٿهڙن وٽ جدا. لفظ "ٻانڀڻ" اصل ۾ "برهمڻ" جو بگاڙ آهي، جيڪو مقامي محاوري موجب بدلجي ٻانڀڻ ٿيو آهي. وڌيڪ تفصيل ڏسو "برهمڻ".

**ٻانڀڻ²:** مسلمانن جي هڪ ذات، جيڪا خيرپور ضلعي جي تعلقي فيض گنج جي ڪيترن ئي علائقن ۾ آباد آهي، هن ذات مان الاهي بخش ٻانڀڻ نالي شخص ريڊيو حيدرآباد تي سينيئر پروڊيوسر آهي.

**ٻانڀڻاھ:** سنڌ جو قديم شهر "برهمڻ آباد" جو سنڌي نالو. جنهن کي فارسي تاريخدانن ۽ عرب سياحن "بانبراھ" ۽ ٻين جدا جدا نالن سان پڻ لکيو آهي.

**ٻانڀڻائيءَ جي ترائي:** هيءَ ترائي عمرڪوٽ ضلعي جي پٽڻ واري پاڳي ۾ اچي ٿي. جيڪا عمرڪوٽ کان ڇاڇري ويندڙ روڊ جي ڏکڻ پاسي بلڪل ڪناري سان لڳ ڀڳ آهي، هتي وسڪاري جو پاڻي ڪافي عرصو جتاءُ ڪري ٿو جنهن سبب آسپاس جا ماڻهو پنهنجي مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ هتي ايندا آهن. هيءَ ترائي اهم رستي تي هئڻ سبب وڏيءَ اهميت واري آهي. ڏڪار توڙي سڪار ۾ مالوند مارو ايندي ويندي ڍڳن سميت هتي ٻاهو ڪندا آهن.

**ٻانڀڻ، ڊاڪٽر رفيق احمد:** ڊاڪٽر رفيق احمد ٻانڀڻ، حاجي سوڀارو خان ٻانڀڻ جي ڳوٺ ڪنڊياري، تعلقي فيض گنج ۾ پهرين مئي 1960ع تي ڄائو. هن ايم. بي. ايس جي ڊگري چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان ورتي. هي



پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. سندس تعلق پاڪستان مسلم ليگ فنڪشنل سان آهي. هو ايران ۽ سعودي عرب زيارتن لاءِ وڃي چڪو آهي. خيرپور جي تڪ پي. ايس 31 مان ايم. پي. اي آهي. اسيمبليءَ ۾ هائوس ڪميٽي، ماحوليات، پبلڪ اڪائونٽس، هيلٿ، پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ ۽ نوجوانن واري معاملي بابت ڪميٽين جو ميمبر آهي. سندس مستقل رهائش ڪنڊياري تعلقي فيض گنج ضلعي خيرپور ۾ آهي.

**ٻانڀٽيو:** سمانن ۾ مرد جو نالو. ٺٽي جي سمن حاڪمن مان هيو نمبر خودمختيار حاڪم جام ٻانڀٽيو / صدر الدين پٽ فيروزالدين هو. هن جي دور ۾ ٺٽو وري تختگاھ بڻيو. جام ٻانڀٽيو (بابينو) جڏهن سنڌ جو حاڪم ٿيو تڏهن سيوهڻ، ٻکر ۽ نصرپور تعلقن جي نائبن جي زيرحڪومت هئا ۽ سمن جو اثر صرف لاڙ تائين هو. جام ٻانڀٽيو دلير ۽ وطن پرست حاڪم هو (وڌيڪ ڏسو: جام بابينو)

**ٻانيي وارو:** رني ڪوٽ ڪان اُتر طرف هڪ جبل جو نالو.

**ٻانڊاڻ:** مقرر ٿيل لوازمو يا زمينداريءَ جو رڪب. ڪجهه وقت اڳ (اڌو اڌ بٽئيءَ ڪان اڳ واري قانون) زميندار جي طرفان هاريءَ تي ڪي رڪب رکيل هوندا هئا. جيڪي هاري پنهنجي حصي مان ادا ڪندو هو. انهن جو تفصيل هن طرح آهي: زميندار جي گهوڙي جو داڻو هڪ ٽويو، زميندار جي اوطاق جو خرچ هڪ ٽويو، يارهين ۽ خيرات جو خرچ هڪ ٽويو وغيره. انهيءَ خرچ کي "ٻانڊاڻ" چوندا هئا.

**ٻانڊلو:** ٻانڊلو معنيٰ پترو يا پتو. سونارا ٽامي جي چوڙين مٿان چانديءَ جي پتري چاڙهڻ جي عمل کي "ٻانڊلو" چوندا آهن. ٽامي جون چوڙيون ٺاهي اُن مٿان پترو چاڙهي، اُن جو منهن ملائي، ٽانڪو ڏئي صاف ڪري چوڙيون تيار ڪندا آهن. انهيءَ جي ٻاهران چانديءَ جو پترو چاڙهيندا آهن. اهو پترو جيستائين گسي ختم نه ٿيندو آهي، تيسين تائين اهو چانديءَ جو زيور سمجهيو ويندو آهي ۽ پردي لهڻ ڪانپوءِ رپيو به ڪو نه ڪندو آهي. ڪيترائي سونارا ٻانڊلي مان تيار ڪيل چانديءَ جا زيور سستا وڪڻندا آهن. پر ڪي سونارا اصل چانديءَ جي اگهه ۾ به وڪڻي نفعو ڪمائيندا آهن. البته اهي زيور جڏهن ماڻهو سونارن کي واپس ڪندا آهن، تڏهن ٻانڊلي جو زيور سونارا ڏسڻ سان پرکي ويندا آهن ۽ انهيءَ جا پئسا ماڻهن کي تمام گهٽ ڏيندا آهن.

**ٻانڌڻو:** عورت جي اوڍڻ جي چريل يا پرت پريل چادر، سنڌ ۾ ڪپڙي جي رڱاوت جو ڪم هزارين سالن کان هلندو ٿو اچي. موهن جي دڙي ۽ ٻين قديمي شهرن جي کوٽائيءَ مان به معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ ڪپڙي رڱڻ جو هنر اوج تي پهتل هو.

رڱاوت جا ٽي قسم آهن: هڪڙو رڱڻ، ٻيو ڇرڻ ۽ ٽيون "ٻانڌ" جنهن کي "ٻانڌڻو" چئبو آهي. رڱاوت ۽ ڇرجي ڪم کان "ٻانڌ" يا "ٻانڌڻي" جو ڪم نهايت پيچيدو ۽ محنت طلب آهي. هن ڪم جو تفصيل هن ريت آهي: پهريائين بافتي کي ڌوئي صاف ڪري سڪائبو آهي، ان کان پوءِ ڪپڙي کي سوڍا ۽ ايرينڊيءَ جي تيل ۾ چار دفعا ٻوڙبو آهي، بعد ۾ ڪپڙي کي سڪائي وري صاف پاڻيءَ سان ڌوئبو آهي ته جيئن ڪپڙي مان سوڍا، تيل ۽ ڪلف نڪري وڃي ۽ باقي صاف نرم ڪپڙو وڃي بچي. ان کان پوءِ اهو ڪپڙو ڦٽڪيءَ مليل پاڻيءَ ۾ سڄي رات پسائي ڇڏبو آهي ۽ صبح جو وري ڪپڙو ڌوئي سڪائبو آهي. اهڙي عمل کان پوءِ ڪپڙو بلڪل ملائم ٿي ويندو آهي، جنهنڪري ان تي "پيندين" آسانيءَ سان ٻڌي سگهبيون آهن ۽ رنگ به چڱيءَ طرح چڙهي سگهندو آهي، ان کان پوءِ ڪپڙي تي ڊزائين مطابق گلابي رنگ ۾ ٻڌل ڌاڳي سان ليڪا ڪڍبا آهن ۽ پيندبيون ٻڌبيون آهن. پيندين ٻڌڻ جو ڪم خاص ڪري عورتون ڪنديون آهن. آسانيءَ خاطر پين جي ڍڪ وچان، جيڪو نلڪيءَ وارو حصو هوندو آهي، ان مان ڌاڳو لنگهائي، چپٽيءَ ۾ جهليل ڪپڙي کي ڌاڳو ويڙهبو آهي. پيندي ٻڌڻ کان پوءِ ڪپڙو رنگ ڏيڻ لائق ٿي ويندو آهي. رڱڻ لاءِ پهريائين رنگ کي پاڻيءَ ۾ چڱيءَ طرح ڳاري، پوءِ پينديءَ ٻڌل ڪپڙا بنيءَ ۾ ٻوڙيا ويندا آهن، ان بعد بنيءَ جي هيٺان باهه ٻاريندا آهن، جيئن جيئن باهه تيز ٿيندي ويندي، تيئن تيئن ڪپڙو آهستي آهستي رنگ ڪڍندو ويندو آهي. پاڻي ٽهڪڻ لڳندو ته سمجهبو ته ڪپڙو رنگ کڻي چڪو آهي. پوءِ ڪپڙو بنيءَ مان ٻاهر ڪڍي سڪائيندا آهن ۽ نٽ سان پيندبيون کوليندا آهن، وري به ڪپڙي کي ڌوئي سڪائيندا آهن ته جيئن رنگ جا ڪچا داغ لهي وڃن. اڄڪلهه جي طلب مطابق ٻانڌڻي کي "ڪينجهو" ڏيندا آهن. يعني زيبائش لاءِ پيلو ۽ سائو رنگ ڏيندا آهن. ايليزر ڳاڙهو رنگ هوندو آهي، سو ڳاڙها ٻانڌڻا خودبخود رڱجي ويندا آهن، ليڪن ڪاري ٻانڌڻي کي وري نير ۾ ٻوڙيندا آهن. جيڪڏهن ڪارو ۽ ڳاڙهو ٻئي رنگ ڏيڻا هوندا آهن ته نير ۾ ٻوڙڻ کان اڳ ڳاڙهي ٽڪري ڪرڻ لاءِ ٻڻ پيندبي ٻڌندا آهن. ٻانڌڻي جا خاص قسم هوندا آهن: (1) ڳاڙهو (2) ڪارو. ٻنڌ جي لحاظ کان ٽي نمونا هوندا آهن، يعني ٻانڌڻو سڄو ڳاڙهو ۽ پيندبي اڇي ٿيندي. هن ٻانڌڻي جو وچ ڳاڙهو ۽ ڪناريون ڪاريون ٿينديون ۽ پيندبي ساڳي سفيد ٿيندي، ٻانڌڻن جا نالا جدا جدا ڊزائين جي لحاظ کان رکيا ويندا آهن. جيئن ته:

ڪينو: تر ڳاڙهو ۽ چونڪڙي پيندبين ذريعي اڇي ٿيندي.

**لال چت:** تر ڳاڙهو، جنهن ۾ هڪ ٽڪنبو ۽ هڪ چؤڪنبو گل بيٺل هوندو آهي. پيندبي اڇي ٿيندي آهي. سهڻائيءَ جي لحاظ سان نه رڳو اڇي، بلڪ سائي ۽ پيلي رنگ سان به سهڻي لڳندي آهي.

**لڏون:** هن ٻانڌڻي جو تر ڪاري رنگ تي هوندو آهي، چوڪڙيءَ تي گل جو نمونو ٺاهيل هوندو آهي.

موجوده وقت ۾ ٻانڌڻي (ڪپڙي) مان چنيون، ريٽا، پڙا ۽ پيٽيون وغيره تيار ڪيون وينديون آهن. هن وقت عمرڪوٽ، ڪپرو، ڇاڇرو، غلام نبي شاهه، نئون ڇور، مٺي، هٿونگو ۽ ٽنڊو محمد خان، ٻانڌڻي جي هنر کان مشهور شهر آهن.

**ٻانڊي:** هڪ ذات جو نالو، گهوٽڪي تعلقي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**ٻانڊي**[2]: نوابشاهه ضلعي (هاڻي بينظيرآباد) ۾ هڪ شهر، جيڪو نوابشاهه-پڊعيدن ريلوي لائين تي آهي، نوابشاهه کان اتر طرف، دوڙ شهر کان پوءِ ريلوي لائين تي ٻانڊي ريلوي اسٽيشن ۽ ٽائون ڪاميٽيءَ وارو شهر آهي. روايت آهي ته هيءَ شهر "ٻانڊي" نالي هڪ عورت جي ڪري آباد ٿيو. هتي سنڌو درياهه يا ان جي ڪا ڇاڙ وهندڙ هئي، ان کان بچاءَ لاءِ بنڌ ٻڌائون، بعد ۾ ٻنڌ مان ڦري هيءَ شهر "ٻانڊيءَ" نالي مشهور ٿيو.

هتي زراعت پيشه ماڻهن جي گهڻائي آهي، سرڪاري اسڪول ۽ ديني مدرسا پڻ آهن. اصل پراڻي ٻانڊي، موجوده ريلوي اسٽيشن ۽ نئين شهر کان اولهه پاسي "هبيريءَ" جي پر ۾ آباد آهي.

**ٻانڊي**[3]: مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ جو هڪ طريقو، جنهن موجب مهاڻا درياهه يا ڍنڍ ۾ 'ٻانڊي' يا 'ٻانڊو' وجهي مڇي ماريندا آهن. پر درياهه ۽ ڍنڍ جي ٻانڊي ۾ ٿورو فرق آهي. درياهه جي ٻانڊي متعلق ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو ته "درياهه ۽ ڍنڍ ۾، جتي پاڻي تانگهو هوندو آهي، اتي مهاڻا اوراڙ پراڙ کان وهڪري ڏانهن لهوارو ڪانين جو بند ڏئي، انهن جون پڇاڙيون وچ سير وٽ آڻي هڪ ٻئي کي ويجهيون ڪندا آهن. انهيءَ سوڙهي گهٽ جي ٻاهرئين پاسي ڄار هڻي ڇڏيندا آهن. پوءِ مڇي بندن سان لڳي اچي انهيءَ سوڙهي گهٽ مان لنگهندي آهي، جتي ڄار ۾ ڦاسي ان کي ساهيندي آهي، جنهن جي پيهي تي ويٺل مهاڻو ڄار کي ڇڪي، مٿي ڪري، مڇيءَ کي سوئو هڻي هڪ ڏور ۾ پوئيندو ويندو آهي. انهيءَ مانداڻ کي مهاڻا 'ٻانڊي' يا 'ٻانڊو' سڏيندا آهن."

**ٻانڊُ:** درياهه ۾ لڙهندڙ ٻنڊ يا ڪاٺ، جيڪو پاڻيءَ ۾ هئڻ سبب اندران سڙي ڳري پورو ٿي ويو هجي، ٻانڊ جي ڪاٺي پوري، نرم، هلڪي ۽ بي زور ٿيندي آهي. اڪثر درياهه جي ڪنارن تي لينڊي آهي، حڪيمن چواڻي اها طبي لحاظ سان دوا ۾ پڻ ڪم ايندي آهي. حڪيم چون ٿا ته ان ڪاٺيءَ جي استعمال سان وات، ڦڙ ۽ مهارن مان ايندڙ رت بند ٿي ويندو آهي. ڏندن کي طاقت ڏيڻ لاءِ ان جو ٻورو ڏندڻ سان لڳائبو آهي.

**ٻانڊي:** درياهه جڏهن ٻيٽ ڇڏيندو آهي ته ڪن ٻيٽن تي ڪانهن ۽ ڪن تي وڻ ڦٽي پوندا آهن، ڪن ٻيٽن تي ڪا شيءِ نه ڦٽندي آهي، رڳو واري ٿي واري هوندي آهي، ته اهڙي ٻيٽ کي 'ٻانڊي ٻيٽ' چوندا آهن.

**ٻانڊ:** تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻانها:** سمن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻانهن:** انساني جسم جو هڪ عضوو.

**ٻانهن**[2]: ٻازو. سنڌ جي اصطلاحي ٻوليءَ ۾ "گهربل مرد يا عورت". مثال طور ڪا عورت فرار ٿي وڃي ته ان جي ڳولا وقت چئبو "ٻانهن جي ڳولا آهي"، يا ٻانهن وراڻجي آهي. ٻئي طرف جي ڪنهن ڪم ڪار ۾ ڪاٽيءَ وغيره ۾ ماڻهو ڪپندو هوندو ته چوندا "ٻانهن ڏني، راڄ چٽڻ" وغيره.

**ٻانهو:** عام معنيٰ غلام. عام طرح هي لفظ عربي ٻوليءَ جي مفهوم "عبد" ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ٻدو". قرآني اصطلاح موجب، "اهو شخص عبادت ۽ خدمت جي ڪري 'ٻانهپ' جو درجو حاصل ڪري، الله تعاليٰ جو مخلص بندو ٿي وڃي ٿو."

اول هي لفظ 'زرخريد غلام' لاءِ ڪم آندو ويو ۽ اصطلاحي طور 'نوڪر' لاءِ ڪم اچڻ لڳو.

قديم دور کان وٺي سڄي دنيا ۾ "ٻانهن" جو واپار هلندو هو. انهن ۾ مرد، عورتون ۽ ٻار وڪيا ويندا هئا. يورپ ۽ آمريڪا جي واپارين انهيءَ واپار ۾ اغوا ۽ دهشتگرديءَ جو رواج وڌو. جو آفريقا جهڙي اونداهي کنڊ مان هٿيارن جي زور تي جانورن وانگر شيدين (حبشين) کي ڦاسائي، يورپ ۽ آمريڪا جي بازارن ۾ وڪڻندا هئا. قديم دور ۾ يونانين، رومين، مصرين ۽ عربن کي ته چڱ اهو قانوني حق حاصل هو. اسلام کان اڳ مغربي عرب علائقي ۾ غلامن جو واپار هلندو هو. ٻين وڏن شهرن وانگر مڪي جي مارڪيٽ ۾ به ٻانهن ۽ ٻانهين جو وڪرو ٿيندو هو. اسلام جو پهريون ٻانگو حضرت بلال رضہ به انهن غلامن مان هڪ هو. جن کي عربن جا قافلا ٻين ملڪن مان آڻيندا هئا. ٻانهن کي وڪڻڻ يعني برده فروشيءَ جو ڌنڌو نهايت قديم رسم آهي. انهن ۾ اهڙا ماڻهو به شامل هوندا هئا، جيڪي بدوين کي غارت گريءَ ۾ هٿ لڳي ويندا هئا. ٻانهن جي واپار جو هڪ وڏو مثال حضرت يوسف عليہ السلام جو مصر جي بازار ۾ وڪرو آهي، جنهن کي مصر جي 'عزيز' خريد ڪيو هو. غلامن ۾ مفتوح قومن جا قيدي به شامل هوندا هئا.

سنڌ ۾ پڻ انهيءَ معنيٰ ۾ آڳاٽي وقت کان استعمال ۾ آهي، جتي سنڌ ۾ ٽالپري دور تائين ٻاهريان تاجر غلامن کي وٺي اچي وڪرو ڪندا هئا، جن جو نسل اڄ تائين هلندو اچي ٿو. ٽالپر سردارن وٽ ڪجهه اهڙا ٻانها هوندا هئا، جيڪي سندن گهر جو ڪم ڪار ڪندا هئا ۽ انهن سان تمام سٺو ورتاءُ ڪيو ويندو هو ڪيترن کي سندن حسن خدمت سبب سٺا عهدا به ملندا هئا. عام ٻانها پاڻ کي آزاد ماڻهن کان بهتر حالت ۾ سمجهندا هئا. سنڌ جي عظيم اديب مرزا قليچ بيگ جو نانو ۽ پيءُ پڻ جارجيا مان ايران ۽ پوءِ سنڌ جي ميرن تائين ان ريت پهتا هئا.

الله جي رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن، غلاميءَ کي ناپسند ڪري، سرزمين حبش مان آيل حبشين کي خريد ڪري آزاد ڪرڻ جو سلسلو جاري ڪيو. اهو ڄڻ غلاميءَ خلاف پهريون انقلابي قدم هو. ان کان پوءِ به صديون اڳ عمان رياست جي حڪمرانن پنهنجي حد واري سامونڊي لنگهه مان ٻانهن جي واپار ۾ استعمال ٿيندڙ غورابن جو لنگهه بند ڪري ڇڏيو هو. هڪ صدي اڳ انگريزن ۽ يورپي قومن، ٻانهن جي واپار کي غير قانوني قرار ڏئي ان تي قانوني بندش وڌي. دنيا ۾ اڄ به ٻانهن جو واپار هلندڙ آهي، پر ان جا طريقا مختلف آهن. ٻانهن جي اسمگلنگ اڄ به دنيا جو وڏي ۾ وڏو مسئلو بنيل آهي.

**ٻانهوٽا:** ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. ٻانهوٽا ٻنهي ٻانهن ۾ پائبا آهن. اهي چانديءَ جا به ٿين ته سون جا به. ٻارن کي سوڻ طور موتين مان ٺهيل ٻانهوٽا پائڻ جو رواج آهي. اهي ست رنگي سٽ يا پٽ جا ڌاڳا، جن ۾ موتي پوئي، ٽوٽر وجهندا آهن، مٽڪن ۽ ڪچ ڪوڏين وغيره مان به ٻانهوٽا ٺهندا آهن.

**ٻانهون خان شيخ:** پٽ شاهه، ضلعي مٽياري جو وڻندڙ بزرگ ٻانهون خان شيخ، هڪ عالم شخص هو. هي روينيو کاتي جو رٽائرڊ آفيسر هو. 19 اپريل 1928ع



تي پٽ شاهه ۾ ڄائو. شاهه لطيف جي رسالي سان وڏو شغف رهيس. لطيف سائينءَ جي درگاهه جي فقيرن جو صحبتي رهيو. ويهه سال راتين جا اوجاڳا ڪري، هن، فقير محمد ابراهيم جو راڳ ٻڌو ۽ ان جي يادداشت وارو سمورو ڪلام قلمبند ڪرڻ کان پوءِ تمر فقير جي اوطاق ۾ رکيل شاهه جي گنج (1207 هه/ 1792ع جي لکيل)، ميين احمد ڀٽائيءَ جي لکيل رسالي (1304 هه/ 1886ع)، ميين محمد ۽ ميين حسين جي لکيل رسالي (1300 هه/ 1882) ۽ ماستر محمد سارنگ لنجواڻيءَ جي لکيل رسالي ۽ سمورن ڇاپي رسالن کي ڀيٽي، هن 1960ع ۾ شاهه جي رسالي جو هڪ مسودو تيار ڪيو. ان وچ ۾ ڪيس ٻه پراڻا قلمي نسخا، ٽنڊي مير محمود جي مير صاحبن جي ڪتبخاني مان ۽ سيد مسڪين شاهه ڪاڻونيءَ جي ڪتبخاني مان هٿ آيا ۽ 1949ع، 1974ع ۽ 1977ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڇاپيل رسالن کي به هن آڏو رکيو. اهڙيءَ طرح شاهه جي رسالي جو مڪمل متن 31 سرن، 4469 بيتن ۽ 300 واين تي مشتمل، لفظي ۽ اصطلاحي معنيٰ سميت تيار ڪيائين. هن رسالي جا ٽي ڀاڱا شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن، جن ۾ هن بيتن کي صحيح اچارن سان پڙهڻ لاءِ اعرابون ڏنيون ۽ ڏکين لفظن جون معنائون پڻ ڏنيون. ٻانهي خان ڊگهي بيماريءَ سبب 19 آڪٽوبر 2008ع تي وفات ڪئي.

**ٻانهياري:** درياهه جي مڇيءَ جو هڪ قسم، جيڪو "گوج" مڇيءَ جو ئي هڪ قسم آهي، هن مڇيءَ کي پٽا ٿين ٿا. بوهڻي (بوهڻ يا گوج) کان وڏي ٿيندي آهي ۽ سامونڊي بام مڇيءَ سان نسبت رکي ٿي، ٻانهياري، آني وات کان ٿورو هيٺ ڳراچ ڪري ٿي، ڪيترا ماڻهو گوج کي شوق سان کائيندا آهن، پر ڪي ماڻهوان کي نانگ جهڙي صورت جي سمجهي نه به کائيندا آهن.

**ٻانهياري پٽ:** هيءَ پٽ ڏيپلي تعلقي ۾ آهي. چون ٿا ته هڪ مائي حمل سان هئي، نائون مهينو هئس، تنهن کي سندس ڏير چيو ته جي تون ٻه دلا پريل پاڻيءَ جا مٿي تي کڻي هن پٽ جي چوٽيءَ تائين چڙهي ويندينءَ ته آءٌ توکي نئين عاج جي ٻانهين پارائيندس. مائي شرط قبول ڪري دلا کڻي مٿي چڙهي، پر چوٽيءَ تي پهچڻ کان اڳ سهڪي ساهه ڏنائين، ان ڪري هن پٽ تي "ٻانهياري پٽ" نالو پيو.

**ٻانهياري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ عمرڪوٽ تعلقي ۾ آهي، جيڪا علائقي جي مشهور ڍنڍ آهي. اُن جي ويجهو ٻانهياريءَ جو پڙو موجود آهي، جنهن تان هن تي اهو نالو پيو.

**ٻانهياريءَ وارو پڙو:** هن پڙي جا ڪنڊر کان 30 ڪلوميٽر اترطرف نئين چور شهر کان اتر طرف ۽ تڳوسر جي ترائيءَ کان ٿورو اتر موجود آهن، جنهنڪري ان کي "تڳوسر جا ڪنڊر" به ڪوٺيندا آهن. هنن ڪنڊرن جا نشان ڪافي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن، جتان مينهن جي مند ۾ سرون، پٿر، لوهه جا

ٽڪر، شيشا، سرون ۽ عاج وغيره لڳندا آهن. هن لاءِ عوامي روايت آهي ته هن دڙي تي طعني يا شرط تي هڪ عورت پيلهڙو ڪٽي چڙهي هئي ۽ مٿي پهچندي ئي هن جو دم پرواز ڪري ويو. جنهن سبب ئي هن ماڳ، جو نالو پانهياري پڙو پئجي ويو.

**پانهين:** ڪڻ جي پاسي واري ڪاٺي. جنهن کي "ايس" به چوندا آهن. پانهين سڏبي آهي. چوڪٺ (چوڪ) جي پاسي واري ڪاٺي.

**پانهين²:** قلعي يا ڪوٽ جو هڪ پاسو يا هڪ پاسي واري پٽ کي به پانهين چئبو آهي. ملاڪڙي ۾ بيٺل ماڻهن جي هڪ پاسي واري قطار به پانهين سڏبي آهي.

**پانهين³:** عاج، سون يا چانديءَ جون ترتيبوار چوڙيون، جيڪي زالون پانهن ۾ پائين. تن کي به 'پانهين' چئبو آهي. هيءَ هڪ قسم جو زيور شمار ٿئي ٿو پانهن ۾ پائڻ ڪري هن زيور جو نالو پانهين پيو. پانهين آڳاٽي دور ۾ عورتون توڙي مرد پائيندا هئا. پر پوءِ رڳو عورتون اهو زيور پائڻ لڳيون. سنڌ جي مڙني پاڳن ۾ عورتون اهو زيور پائينديون آهن. تر ۾ پانهيون، عاج، سون ۽ چانديءَ جون ٿين ۽ جابلو عورتون چانديءَ ۽ سون جون پانهيون پائين. اتر ۾ پڻ سون ۽ چانديءَ جي پانهيون عام نظر اينديون آهن. ڪافور، جست، مٽ، نڪل ۽ پلاسٽڪ مان پڻ پانهيون ٺهنديون آهن. ڪن ذاتين ۾ پانهين ڪنوار لاءِ لازمي سمجهي ويندي آهي. الهي ڪلهي پانهين سهاڳڻ جي نشاني ليکبي آهي. ڪنواريون ڇوڪريون رڳو ڪرائيءَ ڪان ٺونٺ تائين پانهين پائينديون آهن.

پانهيون مختلف قسمن جون ٿين. جن ۾ "عاج پانهين"، "آرسي ويلڻ پانهين"، "چوڙ پانهين" ۽ "ويڙهه پانهين" عام آهن.

پانهينءَ جا گهاڙيٽي جي لحاظ کان هيٺيان قسم مشهور آهن(1) چاپيءَ واري پانهين، (2) گلاس واري پانهين (3) پهلودار پانهين (4) مڪ واري پانهين (5) ٺپيدار پانهين (6) ويڙهه پانهين ۽ (7) عاج واري پانهين. عاج جون پانهيون عاج مان جڙنديون آهن. انهن ۾ ننڍا توڙي وڏا چوڙا ٿين.

آرسي ويلڻ پانهين: پانهي جي هن قسم ۾ ٻه چوڙا ننڍا ۽ هڪ وڏو چوڙو ٿيندو آهي. ٻن چوڙن تي "ويلڻ" وارو نمونو ٺهيل هوندو آهي ۽ هڪ وچ واري ويڪري چوڙيءَ تي آرسيءَ وارو چلڪندڙ نمونو چلائيءَ سان ٺهيل هوندو آهي.

چوڙ پانهين: هن پانهيءَ ۾ ٽن کان سٺن جي تعداد ۾ چوڙا ٿيندا آهن. پر هر هڪ چوڙو ٻئي چوڙي سان ڪڙين سان ڪڙيل هوندو آهي.

ويڙهه پانهين: هن قسم جي پانهين ويڙهه (اسپرنگ) وانگر ٿئي ٿي ۽ پانهن ۾ پڻ رنگ وانگر ڦيري سان پائبي آهي هن کي "ور- پانهين" پڻ چون.



مٿين مڙني قسمن جون پانهيون وري جڙاءَ، ميناڪاريءَ، چلائيءَ، چاريءَ (ڪاسٽنگ) وغيره جي سينگار سان سينگاريون وينديون آهن. خاص ڪري ڌاتوءَ مان جڙندڙ پانهيون، کي پوريون ۽ ڪن ۾ 'ڏوپ' پڻ پوندو آهي. لوڪ گيتن، 'ڪامڻ'، 'سينگار' ۽ 'گيچن' ۾ پانهينءَ جو ذڪر تمام گهڻو آيل آهي. جيئن:

پانهين ٻيڙي والي دا حاڪم بناوي
کهنبي جوڙي والي دا صاحب بناوي

سنڌ جي ڪولهين ۾ خاص قسم جي پانهين پائڻ جو رواج آهي. ڪولهڻيون چوڙيون يا پٽا ڪين پهرين، پر چانديءَ جي پڪي ٺهيل پانهين پائين. جنهن جو سڄو تاڪ ڪلندو ۽ چاپيءَ سان بند ڪيو ويندو آهي.

**پاڻُ:** اُهو تير، جيڪو سنهيءَ بانس جي ڪاٺيءَ مان ڇنبيارو گهڙي ٺاهجي. 'پاڻُ' لڳڻ سان جسم ۾ پيهي جسم کي زخمي ڪري ڇڏيندو آهي. هي هلڪي قسم جو تيرُ آهي. وڏيڪ ڏسو "تير". پاڻ بمعنيٰ "تير" لطيف سائينءَ به ڪم آندو آهي:

پرين پَيڪانُ پچنديون ٻَنگان پاڻ پري.

**پاورلو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'محمد حسين پنهور'، 'الهه بچايو پنهور'، 'قاضي انور'، 'قاضي نظير'، 'پير سرهندي'، 'قاضي ڏٽيءَ ڏنو'، 'حاجي حمزو پنهور'، 'ميسو نهڙي'، 'سيٺ ڪرم چند'، 'ساجن نهڙي'، 'رحمت الله نهڙي' ۽ 'جمعو نهڙي'.

**پاوري/ پاٺوري:** وڻ جو هڪ قسم، جيڪو ٻير جي نسل مان آهي ۽ اڪثر ڪري ٿر ۽ جبلن ۾ ٿيندو آهي. هن جا پن به ٻير جي پنن جهڙا ٿيندا آهن ۽ ان جي ٽارين تي ڏگها نوڪدار ۽ تکا ڪنڊا ٿين. هن وڻ جي ڪاٺي ٻير جهڙي ڳاڙهسري ۽ ڪاري ٿئي. هن جا پن، ٻڪريون، اٺ ۽ هرڻ ڪائيندا آهن. هن جو ڪاٺ ٺلهو ڪونه ٿئي، پر سنهيون ڏگهيون ڇانيون ٿين. جيڪي سڪڻ بعد ڇنن ۽ چونرن ۾ 'ڪايا' ڪري ڪم آڻبيون آهن. هن وڻ جي پاڙن مان جهيرٽا ٺهندا آهن. جيڪي ڪولهي ۽ ڀيا ته جا رهواسي شهرن ۾ وڪڻندا آهن. هن وڻ جو ڪوئر ڪارائتو ٿيندو آهي ۽ پسارڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. حڪيمن موجب هي معدي کي تقويت ڏئي ٿو ۽ اهي مختلف بيمارين جي دوا طور ان جو استعمال ڪندا آهن. ڳوٺاڻن ماڻهن موجب هن جي پنن ۽ چوڏن کي ڪٽي مينديءَ ۾ ملائي ڪيس کبو ته وار ڪارا ۽ ڏگها ٿيندا. هن جي پنن ۽ چوڏن کي ڪاڙهي ڳرڙيون کبيون ته ڏند مضبوط ٿيندا. ڪائين ۽ چوڏن کي ڪاڙهي ڪپڙا پڻ رڱيا ويندا آهن.

**پاوري²:** هن نالي سان ضلعي حيدرآباد جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه آهي. جنهن ۾ هيٺيان ٽي ڳوٺ آباد آهن: 'ڳوٺ محمد خان ساند'، 'اوطاق نورالدين دل' ۽ 'اوطاق عاشق علي ميمڻ'.

**پاوريو:** رڻ ڪڇ جو سمورو علائقو ننڍن ننڍن لوڙيائن ٻيٽن تي مشتمل آهي، اونهاري جي چوماسي هوائن ۾ ساموندي پاڻي سمورن ننڍن ننڍن ٻيٽن کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيندو آهي. جن مان ماڻهن جو گذرڻ به مشڪل ٿيو پوي. "پاوريو" نالي هيءَ ٻيٽ به انهن لوڙيائن ٻيٽن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ پڻ چوماسي هوائن دوران ساموندي پاڻيءَ هيٺ اچي وڃي ٿو.

**پاونجاهہ اڪري ٻوڏ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هاسانند چاندومل جو لکيل آهي، جنهن ۾ الف- بي جي 52 اکرن جي سمجهاڻي ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، لڪشمي ساهتيہ مندر، ڪنڊياري، انڊيا پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1945ع ۾ ڇپايو.




**پاويهہ سؤ پاويهہ** (ڪتاب): هيءَ محب وطن سياستدان ۽ اديب قاضي فيض محمد جو ناول آهي، جيڪو سنڌي ادبي جي سهڪاري سنگت حيدرآباد سنڌ پاران ڇاپيو ويو آهي. هن ناول جو پهريون ڇاپو 1979ع ۾ ڇپيو ۽ هن ديمي سائيز جي 310 صفحن تي مشتمل ناول جي قيمت 20 رپيا رکيل آهي. قاضي صاحب جو هيءُ ٻيو نمبر ناول آهي. هن کان اڳ 1952ع ۾ سندس ناول "جنسار" شايع ٿيو هو. قاضي صاحب هيءُ ناول لنڊن ۾ لکيو. هن ناول ۾

قاضي صاحب پنهنجي پياري وطن سنڌ ۽ ان جي غريب مارُوئڙن جي بهتر مستقبل جو خواب بيان ڪيو آهي. قاضيءَ جو هيءُ خواب سڄيءَ انسان ذات جي بهتر مستقبل جو خواب آهي. هيءُ ناول، سنڌي ٻوليءَ جي 'سائنس فڪشن' ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته هن ناول ۾ مستقبل ۾ متوقع سائنسي ترقيءَ ۽ اُن ۾ سنڌ جي حيثيت بيان ڪئي وئي آهي.

**ٻاويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس:** ٻاويهين سنڌ ادبي ڪانفرنس، 5 ۽ 6 نومبر 1966ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ جمعيت الشعراء جي نگرانيءَ ۽ ماسٽر ڪلب جي انتظام هيٺ لاڙڪاڻي ۾ ٿي، افتتاح، رفيق مرزا، ڪمشنر خيرپور ڊويزن ڪيو. (ان وقت خيرپور کي ڊويزن جو درجو حاصل هو) ۽ صدارت سيد غلام مصطفيٰ شاه (ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن) ڪئي. خاص مهمان محمد رفيق (ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻو) هو. استقباليه ڪاميٽيءَ جو چيئرمن محمد علي جوهر ۽ سيڪريٽري ماسٽر غلام دستگير هو. ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي، انهن ۾ غلام محمد گرامي، فيض بخشاپوري، اظهر گيلاني، عبدالڪريم گدائي، استاد بخاري، صوفي دوست محمد "ساجد"سرشاري، امر پريمي، حسين بخش "خادم"، احمد خان "مدهوش"، شمشير الحيدري، نور الدين "نور"، "اثر" مورائي ۽ ٻيا ڪيترائي شاعر ۽ اديب شامل هئا.

**ٻائِڙُ:** نار يا هُرلي جون سموريون ڪائيون (ڏينگو چڪر مالهه، لوٽا وغيره) يعني سڄو هَلَٽُ. شاهه عبداللطيف جو ان بابت هڪ بيت آهي ته:

سورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪونه ڪٿو
آيل اويارو، ٻائِڙُ ٻڏو ٻوڙ وهي.

**ٻائِل:** تعلقي ٽنڊي الهيار، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'نبي بخش پتافي'، 'بچو پتافي'، 'نارو پتافي'، 'جمعون ڪاتيار'، 'مراد رند'، 'پيرعلي بخش'، 'قائم لغاري'، 'سلطان ٻهراڻي' ۽ 'گودو ٿهيم'.

**ٻائل**[2]: هي هڪ ديهه جو نالو آهي، جيڪا اڳ يونين ڪائونسل درساڻي چني تعلقي ڪراچيءَ ۾ هئي، پر هاڻي ان کي گڏاپ يونين ڪائونسل ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ٻائل، اسونهين، اڻ واقف ۽ ٻائڙي کي چيو ويندو آهي. هي علائقو ڏکيو، جابلو، پهاڙن وارو ۽ اڻ واقف هو، اُن ڪري هن کي "ٻائل" چيو ويو. پوءِ انهيءَ نالي سان اهو علائقو مشهور ٿيو.

**ٻائن جو ٻيسٽو:** ٿرپارڪر جي قديم ڪاسبي ڳوٺ جي پرسان، جيڪو نئين ڪاسبي کان اڍائي ميلن جي مفاصلي تي ڪاروئيءَ جي ويجهو آهي، اوپر طرف هڪ پٽر آهي، جنهن جي هيٺان وڏي سرنگهه آهي، جيڪا ٽن پاسن کان بند ۽ هڪ پاسي کان کليل آهي، جنگ جي وقت يا ڌاڙيلن جي خوف کان قديم وقت ۾ خطرو محسوس ڪندي هڪدم دهل وڄايو ويندو هو ۽ عورتون عصمت بچائڻ لاءِ ان سرنگهه ۾ وڃي لڪنديون هيون ۽ مرد سرنگهه جو منهن بند ڪري لڙائي ڪندا هئا، يا ڌاڙيلن جو مقابلو ڪندا هئا. ان هنڌ کي 'ٻائن جو ٻيسٽو' سڏين ٿا. اصل ۾ هيءَ ٻاون جي ويهڻ جي جاءِ هئي.

**ٻائوٽ:** ڪرمتي جتن جو هڪ قبيلو. هن قبيلي جا خاص پاڙا آهن: 1. الهرڪياڻي (حافظاڻي)، 2. اگارا، 3. جيئنداڻي، 4. جاڙاڻي، 5. سوماراڻي، 6. عثماناڻي، 7. ملاڻي، 8. گُلواڻي، 9. مزناڻي ۽ 10. محمداڻي.

**ٻائو خان چانڊيو:** ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'پيربخش رند'، 'ڌاڙهون'، 'رمضان چانڊيو'، 'غلام محمد بروهي'، 'گهرام بروهي' ۽ 'سلطان چانڊيو'.

**ٻائي:** سکر زال. سنڌ ۾ "ٻائِي"، ڏاهيءَ يا عزت واريءَ عورت کي چئبو آهي. اهو لقب خاص ڪري حاڪم گهراڻي جي عورت کي مليل هوندو هو. سنڌ ۾ عورتن کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويندو هو: هڪڙيون ٻايون ۽ ٻيون دايون. لطيف سائينءَ جي بيت جي سٽ آهي:

"ٻايون ۽ دايون، پکي سونهن پانهنجي".

**ٻائي**[2]: تعلقي ڪوٽ غلام محمد ۾ هڪ ديهه جو نالو به آهي.

**ٻائي ٻُڍي:** هيءَ درويش عورت 'ٻارڻ' ذات سان تعلق رکندي هئي، جنهن جي مزار ضلعي ٺٽي، جي تعلقي جاتيءَ ۾، رڙيءَ جي ڦٽل شهر کان ڏکڻ اولهه ۾ ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن متعلق مختلف روايتون آهن. ڪي چون ٿا ته هن ڄمڻ وقت ڳالهائڻ شروع ڪيو ته ماڻهن کي حيرت لڳي، انهيءَ ڪري مائٽ ڪيس جهنگ ۾ ڇڏي آيا، پر هوءَ انهن جي واپس اچڻ کان اڳي ئي گهر پهچي چڪي هئي. اهڙي قسم جون ٻيون به ڪيتريون روايتون مشهور آهن.

**ٻائيتال:** اناج وغيره جي تور جو هڪ اصطلاح، جنهن ۾ واپاري ٻول به ڪندا ته تور 'ايڪيتال' ٿيندي يا 'ٻائيتال' اهي فقرا ڪاٻاڙي ۾ ڄاڻايل هوندا آهن، پوءِ جي 'ايڪتال' تور ٿي ته صحيح آهي، پر جي ڪاٻاڙي ۾ لکيل 'ايڪيتال' تور آهي ۽ واپاري (واڻيو دلال، خريدار) ضد ٻڌي بيٺو ته "ان کسو آهي، يا ڦٽيون ماڪ ڀنل آهن. 'ايڪيتال' تور ۾ کس آهي، ته پوءِ تور 'ٻائيتال' ۾ ٿيندي". جيڪڏهن واپار ۾ ڦڏو ٿي پيو. ڏيندڙ انڪاري ۽ وٺندڙ ضد تي رهيو ته انهيءَ ريڙهه پيڙهه واري سموري معاملي کي 'ٻائيتال ٻارڻ' يا 'ٻائيتال' وارو معاملو مڃاڻڻ چئبو. عام اصطلاح ۾ ڪٽ، پٽ، گهپي، ڏانڌل کي به ٻائيتال چوندا آهن.

**ٻائيتال**[2]: هن نالي سان ٺٽي ضلعي ۾ هڪ ذات به رهندڙ آهي.

**ٻائي رپ:** تعلقي ڪشمور، ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان پنج ڳوٺ آباد آهن: 'علي بخش گولو'، 'هيبت گولو'، 'حرمت'، 'راڻو' ۽ 'رامڻ گولو'.

**ٻَبَرَ:** بلوچن جي هڪ ذات، ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي اوٻاوڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ رسول بخش ٻبر، حسين بخش چانڊيو ۽ لال بخش چانڊيو ڳوٺ موجود آهن. دادو ضلعي جي خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ ٻبر ذات ۽ قبيلي جا ڪافي ڳوٺ موجود آهن. ٺٽي ضلعي ۾ پڻ ٻبرن جا ڪيترائي ڳوٺ موجود آهن.

**ٻٻر** (Acacia Arabica /nilotica): هڪ عام مشهور وڻ، جنهن ۾ ڪنڊا ٿين، پن سنهڙا، گل ڦڪا، ڦرپلڙا، جن ۾ ڇيڇڪا ٿين. ٻج ڪاري رنگ جو، ڇيڇڪن وارو ٿئي. هيءُ وڻ گرم علائقن ۾ ٿيندو آهي. سنڌ به گرم خطي ۾ آهي، تنهنڪري هتي ٻٻر جو وڻ عام جام ٿئي ٿو. درياهه جي ڪچي وارن حصن ۾ ته هيءُ وڻ بي انداز ٿيندو آهي. ٻٻر خاص ڪري سخت گرمين ۾ ٿيندو آهي.



ٿر جي ڪن علائقن، جهڙوڪ ننگرپارڪر، ڏونگري، مونڊي ۽ آڏيگام جي وچ، ڏيپلي ۽ مٺيءَ جي پرپاسي ۽ ڇاڇري جي پاسي، جتي پڪي زمين آهي، اتي به هيءُ وڻ ٿئي ٿو. نه ته عام طور ٿر ۾ "ٻائريءَ" جو وڻ ٿئي. سنڌ ۾ ڪن جاين تي ٻٻرن جون هڙيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هن وڻ جي ٽارين ۾ اڇي رنگ جا وڏا ڪنڊا ٿين ٿا، جن کي ٿري ماڻهو "سول" ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ عام طرح "سيلهه" چوندا آهن. هيءُ وڻ قد جي لحاظ کان تمام وڏو ۽ اوچو ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري هن ۾ ڇانوَ به وڏيڪ ٿيندي آهي. هيءُ وڏو ۽ مضبوط وڻ آهي. هيءُ وڻ لڳ ڀڳ 40 فوٽ اوچو ٿئي ۽ ان جي ٿڙ جو گهيرو وڌ کان وڌ ٽن فوٽن تائين ٿئي ٿو.

عام طرح ٻٻر ٽن قسمن جو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، سنڌي ٻبر، ڍليار ٻبر ۽

ڪابولي ٻير. ڊِليار. سنڌي ٻير ڪان ڏهه فوٽ ڪن ڊگهو ٿيندو آهي، پر سندس ٽڙ وارو گهيرو قدري ننڍو ٿئي ٿو. ڪابولي ٻير سڌو ٿيندو آهي ۽ ان جون ٽاريون بہ ٽڙ سان گڏ سڌيون ۽ اڀيون ٿين ٿيون. هي ٻير ٻور ۽ پلڙا ڪونہ جهلي. شاعر قد لاءِ 'ڪابولي ٻير' جي تشبيهہ بہ ڏيندا آهن. ٻير جي ٽاري هر قسم جو مال ڪائيندو آهي. البت ٻڪريون ۽ رڍون ان کي وڏي چاهہ سان ڪائينديون آهن. ٻير جو پلڙو ٽاريءَ ڪان بہ وڌيڪ طاقتور آهي ۽ مال جي کير وڌائڻ جو ذريعو پڻ آهي. خالي ۽ سڪل ٽارين کي "ڍينگهر" چئجي ٿو جن سان گهرن ۽ ٻنين وغيره جي حفاظت لاءِ لوڙها ڏبا آهن. ٻير جا پن، پلڙا ۽ ٻوري، اٺ ۽ ٻڪريون جام ڪائينديون آهن. هيءُ وڻ پاڙن ڪان وٺي ٻور تائين تمام ڪمائتو آهي. هن وڻ جون طبي خاصيتون هيٺ ڏجن ٿيون.

حڪيمن جي چوڻ موجب ٻير جي پنن مان ٺاهيل عرق، ٻير جا چوڏا، گل ۽ پن ۽ ڪٺونر کي استعمال ڪرائيندا آهن تہ شفا ٿيندي آهي. ٻير جو ڏندڻ، ڏندن جي صفائيءَ ۽ مضبوطيءَ لاءِ تمام سٺو سمجهيو ويندو آهي. ڏندن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ٻير جي ڏندڻ جهڙو ٻيو ڪو ڏندڻ آهي ئي ڪو نہ. هن وڻ جا پن، گلڙا، ڪل، چوڏا، ڪٺونر ۽ ڪائيون دوائن ۾ استعمال ٿين ٿيون. هن جا پلڙا بہ حڪيم استعمال ڪندا آهن.

ٻير تمام ڪارائتو وڻ آهي. هن جي قيمتي ڪاٺ مان هر قسم جو فرنيچر ٺهندو آهي. عمارتي ڪمن ۾ ڪامن، داسن، پٽين، ٿنين ۽ ٿوٽين ۾ بہ گهڻو ڪم ايندو آهي. ٻير جي چوڏيءَ کي چمڙي رڱڻ جي صنعت ۾ بہ استعمال ڪيو ويندو آهي. ان جي اگهن کي ٻارڻ واري توانائيءَ جي هڪ وسيلي طور ۽ ڪاربان کي مختلف ڪيميائي مرڪبن ٺاهڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي. ٻير مان حاصل ٿيندڙ ڪٺونر ڪارائتو آهي. جڏهن تہ لاک بہ ٻير مان حاصل ٿئي ٿي. ٻير جو



رس، رنگن کي پختو ڪري ٿو انڪري ڪپڙي رڱڻ لاءِ هن جو رس ڪتب آندو ويندو آهي. ٻيرن جي چوڏي مان سنڌ اندر وڏي عرصي ڪان شراب ٺهندو اچي ٿو ۽ اهو سلسلو اڄ بہ قائم آهي. هن وقت تائين ٻير جا عام مشهور ٽي قسم ڄاڻبا آهن پر ماهرن سنڌ ۾ ٻيرن جا ڇٽيهہ قسم ڄاڻايا آهن.

**ٻيَرالو:** تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ.

**ٻيراٽو:** هي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جيڪا ڪراچي تعلقي ۽ منگهي پير ٽپي ۾ آهي. موجوده نيو ڪراچيءَ جو سمورو علائقو ۽ نارٿ ڪراچيءَ جو ڪجهہ حصو ڪنهن وقت ۾ ٻيراٽو نالي مشهور هوندو هو هن علائقي تي اهو نالو ان ڪري پيو جو هتي "ٻيرن" جا تمام گهڻا وڻ هوندا هئا، جيڪي ڳجهڙي ڍوري ڪان ليارِي واري نئن (وهڪري) جي ڪپ تي سورجاٽيءَ تائين هوندا هئا. ڳجهڙي ڍوري جي ڪپ ڪان سورجاٽي، مهيس گڏاپ، شورينگ، موئيداڻ، ڪنڊ ۽ ڏريجي تائين مالوند ماڻهن جو هي گس هوندو هو ٻيرن جي وڻن جي گهڻائيءَ سبب پهرين "ٻيرن وارو" ۽ پوءِ ٻيراٽو سڏجڻ لڳو ۽ پوءِ ديهہ تي نالو پيو.

**ٻيرُ، روڏو/ ڪوري پکي** Baya weaver/ ploceus philippinus: 15 سينٽي ميٽر جسامت جو هي پکيئڙو سڄي سنڌو ماٿري ۽ پوري هندستان، سريلنڪا ۽ بنگلا ديش ۾ ٿئي ٿو لڳ جي مند ۾ هيڊو مٿو ڪنن ۽ ڪنڌ تائين گهرو ناسي هوندو آهي. هن جي ڇهنب ڪارسري ناسي ٿيندي آهي. پٺي عام طور ناسي



پوري ٿئيس. هن جي جسم تي ڪارا ناسي هيڊا ۽ پورا ليڪا ٿين ٿا. ٻولي نرم 'چِٽ .. چِٽ .. چِٽ' اٿس، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ سيٽي دار 'چِيڪ .. ي ..ي' ڪندو آهي ان جو سڏ 'چِٽ چِٽ چِٽ' آهي. اناج جي فصلن کي وڏو نقصان رسائي ٿو هڪ لحاظ ڪان فائديمند بہ آهي تہ فصلن جا جيت ڪائي ٿو خاص ڪري ٻچن کي نپائڻ وقت زمين تي ڪريل ٻجن ۽ خوراڪ جي ڪوج ۾ ٽپا ڏيندو نظر ايندو آهي. يا وري گاهن جي سنگن تان ٻج چڳندو آهي. پيچ اڪثر لوڏيندو رهندو آهي. هي پکي سياري ۾ مقامي طور رلندا رهندا آهن ۽ روايتي جاءِ تي گڏجي آرام ڪندا آهن. نر آکيرا جوڙڻ مهل گڏجي وڏو شور ڪندا آهن، جنهن مان سندن جوش خروش صاف ڏسبو آهي. ٻَير يا "ڪوري پکي" پنهنجو آکيرو باقاعدي اُڻندو آهي، ان ڪري ئي مٿس اهو نالو پيو آهي. اهو پکي پوڪن، سارِيال، گاهہ جي ميدانن، وڻن ۽ ٿمر ۾ رهي ٿو مارچ ڪان آڪٽوبر ۾ لڳ ڪري ٿو پر ان جو دارومدار چوماسي تي آهي. هي پکي مُرليءَ جهڙو آکيرو ٺاهيندو آهي، جنهن ۾ هيٺان ڪان ٽيوب جهڙو لنگهہ اچڻ وڃڻ لاءِ ٿئي ٿو اهو ٽنگيل آکيرو ڪنهن اڪيلي وڻ جي ٽاريءَ جي آخري ڇيڙي تي ٻڌل نظر ايندو آهي.

ٻَير/ روڏي پکيءَ جو آکيرو بہ عجيب هوندو آهي. نَر ٻَير برسات جي مند ۾ گڏجي پنهنجا آکيرا ٺاهيندا آهن. ٻن ڪمرن وارا آکيرا ڏاڍي مهارت سان ٺاهيا ويندا آهن. هڪ ڪمرو ٻئي جي مٿان هوندو آهي. جڏهن آکيرا تياريءَ کي ويجها ايندا آهن تڏهن مادين جو ولر اچي آکيرن جو معائنو ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماديءَ کي ڪو آکيرو مناسب لڳو تہ، اها ان ۾ رهي پوندي آهي. ان ڪانپوءِ نَر پکي آکيرو مڪمل ڪري، ٻيو ٺاهڻ شروع ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪُو بہ يا ٽي آکيرا ٺاهي سگهيو تہ هن کي بہ يا ٽي زالون ملي وينديون.

هي پکي ڪراچيءَ ڪان اتر پنجاب تائين، ۽ ٿر ۽ ڪوهستان ۾ بہ ٿئي ٿو.

**ٻيرُ، ڪوري/ روڏو پکي**[2] loceus manyar/Streaked Weaver: 14 سينٽي ميٽر جسامت رکندڙ هي ننڍڙو پکي سڄي سنڌو ماٿريءَ ۾، ۽ ان جي ويجهن جبلن ۾ ٿئي ٿو هندستان ۾ ان جي آبادي هر هنڌ پکڙيل آهي. نر پکيءَ جي چوٽي سونهري هيڊي



ٿئي ٿي. لڳ جي مند ۾ نر کي سونهري هيڊي چوٽي ٿيندي آهي. منڊي ڇهنب ۽ ڳچيءَ ڪان ڪنڌ ۽ ڪياڙيءَ تائين گهري ناسي هوندي اٿس. عام طور تي نر مادي ۽ ٻچي جي جسم جي اندرين پاسي گهڻا ليڪا هوندا آهن. ڏسڻ وائسڻ ۾ پنهنجي هم نسل ڪوري پکي (Baya) جهڙو ئي ٿئي ٿو جيتوڻيڪ ان جا ليڪا ڪجهہ وڌيڪ گهرا ۽ تير جي اُٻيءَ نما هوندا آهن. ان جي ٻولي نرم ۽ مستقل 'سِي سِي سِي سِي سي سِي سِي' هوندي آهي، جيڪا پڇاڙيءَ ۾ 'او .. چِي .. ي ي' تي ختم ٿيندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن 'ٽري ٽري .. چرڙ چرڙ' يا 'چِرٽ ..چِرٽ' بہ ڪندو آهي. عام ٻَير (نر ڪوري) جهڙيون عادتون اٿس. گل ۽ نرم گاهہ وغيره کائي ٿو مندن ۾ سيلابي علائقن ۾ تيلي

ٻج وارن گاهن وارن علائقن ۾ رهي ٿو. سڄي هندستان ۾ علائقن جي حساب سان فيبروري کان آڪٽوبر جي وچ ۾ لڳ ڪندو. آڪيرو Baya جهڙو اٿس، پر ڪجهه مختلف ٿئي ٿو. هي پکي ٻاٽيارن علائقن ۾ وڻن تي ٽڙ پکڙ يا ڪڏهن وڏين ڪالونين ۾ آکيرا جوڙيندا آهن. هي پکي سنڌ ۾ عام آهي.

**ڀيرلوءِ:** ڀيرلوءِ تعلقي خيرپورميرس جو پراڻو شهر آهي، جيڪو ڪجيءَ جي باغن جي ڪري مشهور آهي. هيءُ شهر ''ڀير'' ذات جي آباديءَ سبب ''ڀيرلوءِ'' سڏجڻ ۾ آيو. هن شهر جي ٻاهران ''دونهين'' ۾ موٽڻ شاهه ۽ ابراهيم شاهه جون درگاهون آهن. جڏهن سکر ۽ روهڙي اڃا ايترا آباد ۽ مشهور نه هئا. تڏهن کان هي شهر نه رڳو موجود هو، پر سمن جي سلطنت جو هڪ ممتاز علمي شهر شمار ٿيندو هو. تاريخ ۾ هي شهر ياج ڪاڏل حڪمران همايون جي نڪاٽي جي ڪري گهڻو مشهور آهي. جيڪو جلاوطنيءَ دوران هتي اچي رهيو هو. سال 947 ھ/ 1540ع ۾ جڏهن همايون بادشاهه سنڌ ۾ آيو. تڏهن مرزا شاهه حسن جي حڪم سان سندس رهڻ لاءِ ڀيرلوءِ کي پسند ڪيو ويو ۽ اتي جيڪي چار باغ مشهور هئا. سي چڱيءَ طرح سينگاريا ويا ۽ رهائش لاءِ عمديون جايون تيار ٿيون هيون. جڏهن ڄام فيروز ۽ مرزا شاهه حسن جي پاڻ ۾ لڙائي پئي هلي. تڏهن مرزا شاهه حسن، ڄام فيروز کي شڪست ڏئي، ڀيرلوءِ ۾ اچي شڪار ڪيو ۽ پوءِ ملتان هليو ويو. ارغونن جي دور ۾ ڀيرلوءِ سنڌ جو هڪ قديم علمي مرڪز هو. ڏهين صدي هجريءَ جي پهرئين اڌ ۾ هتي هڪ وڏي درسگاهه هئي، جيڪا ''مرزائي درسگاهه'' جي نالي سان مشهور هئي. هن مدرسي جي عمارت پڻ تمام شاندار هئي. همايون بادشاهه جلاوطنيءَ دوران ڀيرلوءِ ۾ هن مدرسي جي عمارت ۾ اچي ترسيو هو ۽ رمضان مهيني جي 28 تاريخ 947ھ مطابق 1540ع جمعي جي نماز انهيءَ مدرسي جي ڀر واري مسجد ۾ ادا ڪئي هئائين. هن مدرسي کي بکر جي حاڪم سلطان محمود سال 966 ھ/ 1558ع ۾ برباد ڪري ڇڏيو.

**ڀيرلوءِ**[2]: ساڳئي نالي سان ضلعي ۽ تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان 8 ڳوٺ شامل آهن، ڀيرلوءِ، دونهون، ڪوٽ پير حسين بخش، جنداڻ، ڪانگيا ماڇي، ڏکڻ، مستوئي ۽ ڳڙهي ڳوٺ آهن، هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا جدا جدا اسڪول موجود آهن.

**ڀيُر واري:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'بهادرخان'، 'احمد آباد'، 'خير بخش جکراڻي'، 'حاجي داد محمد'.

**ڀيري/ ٻاٻري:** هيءُ ڳوٺ موجوده ضلعي نوشهري فيروز ۽ تعلقي موري ۾، ڳچيريءَ جي ڀرسان هو. اصل ۾ هيءُ جوٽيجن جو ڳوٺ هو. انهيءَ علائقي ۾ ٻيا سميجن، ڪوريجن، لاکيرن، ڳاهن ۽ ڀهٽن جا ڳوٺ هئا. 1007ھ/ 1598ع ۾ سيوهڻ جي گورنر بختيار بيگ، پنهورن جو لاٻاري پيل فصل، جير نالي هڪڙي گماشتي کي ٺيڪي تي ڏئي ڇڏيو. انهيءَ وچ ۾ سميجا موقعو وٺي، پنهورن ۽ ڪوريجن کي زمين تان هڪالي پاڻ مالڪ بڻجي ويهي رهيا. هنن پنهورن ۽ ڪوريجن سان وڙهڻ لاءِ درياهه جي اورينءَ ڀر ''بکر'' جي راڄڌانيءَ ۾ ''لاکيرن'' جي ڳوٺ ۽ ڳاهن جي پرڳڻي ۾ ''ڀهٽن'' جي ڳوٺ کي اچي ٻاهيون ڏنيون ۽ اها ساڳي ڪار ڪندا ''ڪانهريءَ'' ۽ ''سامتائيءَ'' کان وڃي نڪتا، جتي بهاءُ الدين پنهور ويٺل هو. پنهور ۽ ڪوريجا پاڻ ۾ متحد ٿي، ڇهن پنجن هزارن جي فوج سان درياهه پار ڪري اچي جوٽيجن جي ڳوٺ ''ڀيريءَ'' ۾ گڏ ٿيا، جتي جيسر گماشتو به اچي ساڻن شامل ٿيو. ٻئي طرف سميجا ۽ انڙ به اٽڪل پنجن ڇهن هزارن جو لشڪر تيار ڪري اچي ڳچيري ڳوٺ ۾ ڪٺا ٿيا، جيڪو پڻ ساڳئي پرڳڻي ۾ هو. آخر ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ڳچيري وٽ سخت ويڙهه ٿي، جنهن ۾ جيسرن، پنهورن ۽ ڪوريجن جي سوڀ ٿي ۽ اڳتي هلي هيءُ ڳوٺ اجڙي تباهه ٿي ويو.

**ٻَٽڙ فقير ٻٽ ڇڇر:** هيءُ فقير ٺُک ۾ ڇڇر ۽ ذات جو سميجو هو. وڏو الله لوڪ ٿي گذريو آهي. غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جو مُريد هو. غوث پاڪ ٻين خليفن کان وڌيڪ سندس عزت ڪندو هو. پهاڪو آهي:

''ٻٽڙ ٻاجهه ڀريو دولهو درٻار.''

ٻٽڙ فقير ٽنڊي الهيار شهر ڀرسان مدفون آهي، سندس مقبري تي ڪيترائي زيارتي ايندا رهن ٿا. سندس شجرو هن ريت آهي: ٻٽڙ ٻٽ ڇڇر ٻٽ مناهين ٻٽ پاٽون ٻٽ ڏيرو ٻٽ ٽيهو ٻٽ اُنڙ ٻٽ سمون.

**ٻُٽَ:** هڪ ذات جو نالو. هن ذات وارا ماڻهو اڪثر دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهندا آهن.

**ٻُٽَ**[2]: هن ذات وارا پنجاب کان، ڪلهوڙا دور ۾ آيل سرائي (جت) آهن، ڪين اتر سنڌ ۾ ''ٻُٽ'' به چون ٿا.

**ٻُٽَ**[3]: هوا جي بند ٿيڻ سبب پيدا ٿيل مونجهه ۽ گهٽ.

**ٻُٽَ**[4]: ڄاڙيءَ جي چوڏاري ٻڌل ڪپڙو(پاڻ لڪائڻ يا سيءَ کان بچاءَ لاءِ، جنهن ۾ منهن جو گهڻو حصو وات سميت لڪي ويندو آهي ۽ ماڻهو سڃاڻجي نه سگهندو آهي)، چور يا ڌاڙيل به چوريءَ يا ڌاڙي وقت سڃاڻجڻ جي ڊپ کان منهن تي ٻٽ ٻڌندا آهن.

**ٻُٽا ڪلهوڙا:** لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻُٽا ڪلهوڙا'، 'سيد غلام شاهه'، 'هارون ٽتيو'، 'ڳڙهي الهورايو'، 'گنجا ٽتيا'، 'رحيم ٻگهيو'، 'ٻاهو جهتيال'، 'سلطان جهتيال'، 'حيدر بروهي'، 'ملان ابڙو'، 'يار محمد بروهي'، 'حيات بروهي' ۽ 'گل محمد ٽتيو'.

**ٻَٽري:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'ڪامل لغاري'، 'احمد ٻگهيو'، 'بهادر فقير'، 'مبارڪ ٻگهيو'، 'خان محمد ڀنيرو'، 'بابو فقير ڀنيرو'، 'خدا بخش لغاري'، 'ميوو جلالاڻي'، ۽ 'ڀورو مگريو' شامل آهن.

**ٻُٽڙا:** ٻٽڙا ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه جي هڪ ديهه جو نالو آهي. هن ديهه ۾ 'ٻٽڙا'، 'لونگ ماڇي'، 'جوڳيڙا' ۽ 'گل نوتاڻي' ڳوٺ آباد آهن. هن نالي سان هڪ ڳوٺ خيرپورناٿن شاهه تعلقي ۾ آهي. هتي هڪ پرائمري اسڪول ۽ هاءِ اسڪول آهي ۽ بجليءَ جو انتظام پڻ ٿيل آهي. هن نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي ڇاڇري جي ديهه ''چيلهار'' ۾ به آباد آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻِٽڙي وارو ڀِڙو:** هي پنجين- ستين صدي عيسويءَ جو کهنڊ ماڳ دڙي جي صورت ۾ آهي. هي ماڳ شهدادپور کان ڇهن ميلن جي فاصلي تي سرهاڙي اسٽيشن لڳ آهي. هي دڙن جو گروپ آهي. چوڌاري ٺڪراٺو ڀڪڙيل آهي. هتان بنا چٽساليءَ جي ٿانو لڌا آهن. دڙو هندو دور جو ڇهين جي ٿو.

**ٻٽ/ ٻُٽ سِرائي:** هڪ ذات جو نالو آهي ۽ ''سرائي'' ان قبيلي جي چڱي مڙس جو لقب آهي، جيئن ته هن ڳوٺ ۾ پهريان ''ٻٽ'' اچي آباد ٿيا، تنهنڪري سندن ئي نالي پٺيان هن ڳوٺ تي ''ٻٽ سرائي'' نالو پيو. ان کان پوءِ ''اسراڻ'' قبيلو اچي آباد ٿيو، جن ''ٽئين ديري'' واري علائقي مان ''راشدي'' پيرن کي هتي آڻي آباد ڪيو ابتدائي طرح ''راشدين'' مان وڏو پير سائين محمد پناهه شاهه، ''پير پنهل'' حضرت روضي ڌڻي محمد راشد جن جو پاڻيٽيو ۽ نياڻو هو. جيڪو پنهنجي گهر ٻار سميت اچي هتي رهيو ۽ هن وقت به سندس مزار اتي ئي آهي، ان وقت پيرن سان گڏ سندن خدمتگار به آيا، جيڪي پاڻ کي خاصخيلي سڏائڻ لڳا، بعد ۾ ٻين به ڪيترين ذاتين جا ماڻهو هتي اچي آباد ٿيا، جن ۾ شيخ، پتافي، پنهور، ساند ۽ سومرا وغيره شامل آهن. هندو به هتي

رهندا هئا. اهڙيءَ طرح مختلف هنرمند. جهڙوڪ ڪنڀر، دکڻ، حجم، ميراثي، لورا ۽ ڌوٻي وغيره به مختلف هنڌن تان لڏي اچي، هن ڳوٺ ۾ آباد ٿيا. ٻن ديهن "ٻٽ سرائي" ۽ "ڪيرڙي" تي مشتمل ٻٽ سرائي ڳوٺ تعليم جو به مرڪز رهيو آهي. هتي قديم زماني کان هڪ ديني مدرسو ۽ انگريزن جي زماني کان وٺي هڪ گورنمينٽ پرائمري اسڪول پڻ قائم ٿيل آهي. جتي اڳ سنڌي ستن درجن تائين تعليم ڏني ويندي هئي. انهيءَ اسڪول مان فارغ ٿيل ڪيترائي شاگرد وڏن عهدن تائين پهتا. جهڙوڪ: سپرنٽينڊنٽ انجنيئر، چيف انجنيئر، صوبائي سيڪريٽري، ڊپٽي ڪليڪٽر، ايڊيوڪيشنل ڊائريڪٽر، استاد، مختيارڪار، اسيمبلي ميمبر ۽ سنڌ جي وزيراعليٰ جا صلاحڪار وغيره شامل آهن. صوبائي اسيمبلي جو اڳوڻو ميمبر منور علي ٻٽ ۽ مشهور اسڪالر ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ به هن ڳوٺ جا رهاڪو آهن. هن وقت ڳوٺ ۾ گورنمينٽ گرلز اسڪول، گرلز ووڪيشنل اسڪول ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول پڻ قائم آهن. جن مان هر سال ڪيترائي شاگرد فارغ التحصيل ٿيندا رهن ٿا. هن ڳوٺ جي پسگردائيءَ ۾ ڪيترائي ننڍا وڏا ڳوٺ پڻ موجود آهن جن ۾ جهتيال، ڳن، مگسين، ڪوسن ۽ چانڊين جا ڳوٺ شامل آهن. جتان جا ٻار، ڳوٺ ٻٽ سرائيءَ مان تعليم حاصل ڪندا آهن. ٻٽ سرائي يونين ڪائونسل به آهي. پڪي روڊ ذريعي ميهڙ ۽ راڌڻ شهرن سان ڳنڍيل آهي. ڳوٺ ۾ بجلي به موجود آهي. اتي پيهڻ جون چڪيون ۽ سارين جو وڏو ڪارخانو به موجود آهي.

**ٻٽ سرائي**[2]: هڪ ذات جو نالو جيڪي اڪثر دادو ضلعي ۾ آباد آهن، دادو ضلعي جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: ’ٻٽ سرائي‘، ’محمد جهتيال‘، ’محمد حسين ڳاهو‘، ’چانڊيا وليج‘ ۽ ’محمد مگسي‘ ساڳئي نالي سان ديه ’ٻٽ سرائيءَ‘ ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي. هتي به پرائمري اسڪول، هڪ مسجد اسڪول، هڪ هاءِ اسڪول ۽ رورل هيلٿ سينٽر موجود آهن. هيءَ ڳوٺ ٽرڙي محبت شهر کان اٽڪل ٽي ڪلوميٽر اولهه- ڏکڻ ۾، ۽ ميهڙ شهر کان ساڍا ست ڪلوميٽر اوڀر طرف رائيس ڪئنال (جنهن کي عام طور "نارو" چيو وڃي ٿو) جي ڪناري تي واقع آهي.

**ٻِٽِڻ**: نوٽِڻ راند ۾ ٻن پرين ٽِڻن جو داءُ، هيءَ عام راند آهي، جيڪا ٻه ڄڻا 18 ڳوٽين سان کيڏندا آهن، هر هڪ پيچيءَ وٽ 9 ساريون/ ڳوٽيون هونديون آهن. هيءَ سنڌ جي قديم راند آهي ۽ ڏاڍي سستي به آهي. پٽ تي ڪانيءَ سان ليڪا ڪڍي نڪرن ۽ پٿرن جي سارين سان به کيڏي سگهجي ٿي. هن راند جي چئُرسن ۽ خانن جي ڊزائين جو نمونو هن طرح هوندو آهي:

هر هڪ پيچي مرضيءَ وارو آهي ته ڪنڊن يا وچ وارن ڪٽن مان ڪنهن تي به ساريون رکي، پر اهي هڪ هڪ ڪري واري سان رکندو، هڪڙي پاڻ رکندو ته ٻي سندس پيچي رکندو. اهڙيءَ طرح ٻئي ڄڻا جڏهن ساريون رکي دنگ ڪندا ته پوءِ هر هڪ جي اها ئي ڪوشش هوندي ته جيئن پريو ڪري يا مقابل جون ساريون ٻڌ ڪري، ان کي شڪست ڏئي، جڏهن ساريون اهڙيءَ سطح تي اچن، جو جيڪا چال هلي، ان ۾ پريو ٿئي، تڏهن چوندا ته ٻِٽِڻ مچي وئي، اها راند جي خاتمي جي نشاني آهي.

**ٻِٽِڻ مچڻ**: هڪ اصطلاح پڻ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ٻيگهي مچڻ، مکو مچڻ، هر طرح فائدو ٿيڻ، ٻنهي پاسن کان فائدو ٿيڻ.

**ٻَٽُوڙ**[1]: هڪ ذات جو نالو.

**ٻَٽُوڙ**[2]: تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديه.

**ٻِٽو ڪوٽ**: تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديه جو نالو.

**ٻَتِّي**: هيءَ دلچسپ مڇي نه رڳو سنڌ ۾ پر سڄي ايشيا جي مٺن ۽ ڊيلٽائي پاڻين ۾ ٿئي ٿي ۽ تلائن جي سونهن سمجهي ويندي آهي. اها سنڌوءَ جي ڏن يرو ندين ۽ ان سان ڳنڍيل ڍنڍن، ڍورن ۽ تلائن کانسواءِ گنگا، جمنا، برهمپترا سميت نيپال، بنگلاديش، ٿائيلينڊ ۽ انڊونيشيا ۾ به ٿئي ٿي. هن جو انگريزي نالو Colown Knife fish ۽ سائنسي نالو Notopterns chitala آهي. جسامت جي حساب کان هن کي وڏين مڇين ۾ شمار ڪجي ٿو. اها لڳ ڀڳ هڪ ميٽر تائين وڏي ٿي سگهي ٿي. نر ۽ ماديءَ ۾ بظاهر ڪو به فرق نظر نه ٿو اچي. اها استوائي علائقن جي اهڙن پاڻين ۾ خوش رهي ٿي، جتي پاڻيءَ جو گرمي پد 24 کان 28 درجا سينٽي گريڊ هجي ۽ پاڻيءَ جو ڪثافتي ملهه 7-6 هجي.



ٻتيءَ جي پٺي ڪٻ وانگر اڀريل ٿئي ٿي ۽ پيٽائون پاسو تقريباً سڌو هوندو اٿس. ان جي منڍي باقي جسم جي نسبت ۾ 20 سيڪڙو برابر ٿئي ٿي. منهن سنهڙو پر وڏو ۽ ڪجهه مٿي رخ ۾ کلندو اٿس. اکيون ننڍڙيون ٿينس ٿيون. پٺيءَ جي ڪنيڙي ننڍڙي، وچ تي ڪجهه پوئتي اٿس، انهن ۾ ڏهاڪو کن تاندور ٿين ٿا. ڪنڌڙ لڳ ڪنيڙيون ڪجهه وڏڙيون ٿين ٿيون. پيٽ واري پاسي جهالر نما ساخت آهي، جيڪا ان جي پيٽائين. مقعدي ۽ پڇڙيءَ جي ڪنيڙين جي ملڻ سبب ٺهي آهي. ٻتي ٽولهه ۾ چيٽري ۽ اپائيءَ ۾ چڱي ٿئي ٿي. ان جا چلر ننڍا ٿين ٿا. هن مڇيءَ جا عام طور تي ٽي رنگ ٿين ٿا: اڇي، روپلي يا سرمائي ڪاري. ان کي پٺيءَ يا پيٽ تي اڇا ڪارا گول چِلي نما داغ / چٽ ٿين ٿا. ان ڪري ان جو نالو چٽالا (Chitala) ٿيو. جيڪو شايد بنگال مان ورتو ويو آهي. اهي نشان عمر سان وڏا ۽ وڌيڪ ٿيندا وڃن ٿا. عام طور تي ملاح ٻتي ۽ گندڻ کي ٻه مختلف مڇيون سمجهندا آهن. اهي بنا چٽ واري مڇيءَ کي ٻتي ۽ چٽن واري مڇيءَ کي گندڻ چوندا آهن. پر اها ساڳي مڇي آهي.

ٻتي يا گندڻ عام طور پُرامن ۽ اڪيلائي پسند آهي. ان ڪري پالتو حالت ۾ آنا نه ڏيندي آهي. مادي سال ۾ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا آنا ڏئي ٿي. جيڪي لڳ ڀڳ ڏهه هزار ٿين ٿا. آنن جي مند مئي کان جولاءِ تائين آهي. مادي پاڻيءَ جي ڪنهن مائي ڪنڊ جي تري ۾ 60-50 سينٽي ميٽر جو ڪو کڏو ڳولي صاف ڪري، ان ۾ آنا لاهيندي آهي، اتي ئي ٻچا ٿيندا آهن. نر ان کڏي جي حفاظت ڪندو آهي ۽ ٻيءَ سان مفت خور مخلوق کي آنن تان هڪليندو رهندو آهي. بظاهر ائين لڳندو آهي، ڄڻ آنن کي هوا ڏيئي خراب ٿيڻ کان بچائي رهيو هجي. ٻچا ڄمڻ کان پوءِ نر هفتو کن انهن جي حفاظت ڪندو آهي. گندڻ جيتوڻيڪ چيڙاڪ نه آهي پر شڪار ۽ کائڻ مهل چِتي ٿي پوندي آهي. گوشت خور آهي، ان ڪري مڇيون ۽ جيت کائيندي آهي. زنده خوراڪ کائڻ پسند ڪري ٿي، پنهنجي حفاظت به ڪري سگهي ٿي. هيءَ مڇي گهٽ روشنيءَ ۾ سرگرم رهندي آهي ۽ تيز وهڪرن بدران ماٺن پاسن کي پسند ڪندي آهي.

جسم ۾ ڪندا گهڻا اٿس. ان ڪري ماڻهو ان کي ڪاٽڻ پسند نہ ڪندا آهن. دنيا ۾ اڪثر ماڻهو ان کي تلاءُن ۽ مڇي گهرن ۾ سونهن لاءِ پاليندا آهن.

**ٻٽي آمري**: هي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جيڪا ڪراچيءَ ۾ آهي. سهراب ڳوٺ ال آصف اسڪوائر ۽ جنت گل ٽائون، جيڪي ديهہ ڳجهڙي ۾ آهن. انهن کان پوءِ ديهہ ٻٽي آمريءَ جون حدون شروع ٿين ٿيون. لاسي ڳوٺ وٽان وهندڙ ڍورو، جيڪو هن وقت گٽر نالو آهي، وهي اچي، لياري ۾ چوڙ ڪري ٿو. انهيءَ ڍوري جو نالو ٻٽي آمري آهي. جنهن تان نالو ٻٽي آمري مشهور ٿيو. انهيءَ ڍوري ۾ ٻہ ٻٽا (جاڙا) آمري (گدامڙي) جا وڻ هئا. جنهنڪري هي علائقو ٻٽي آمريءَ ڪري مشهور ٿيو. هن ديهہ ۾ گبولن، بروهين، برفتن، ڪاتڙن ۽ ڇٽن جا ڳوٺ آهن. ديهہ جي هڪ حصي ۾ ڪجهہ فيڪٽريون بہ آهن. لياري نئن جي ڪپ ۽ شهر کي ويجهو هئڻ ڪري هتي ڪچيون آباديون گهڻيون آهن. جن ۾ واڌارو ٿيندو پيو وڃي. هتي پناٺن، افغانين ۽ بنگالين جو وڏو انگ رهي ٿو. ديهہ ٻٽي آمري، ٽپي سونگل، تعلقي ڪراچيءَ ۾ آهي.



**ٻٽيرو / ٻٽير**: هڪ قسم جو ننڍڙو پکي، تتر جهڙو ٿئي، هيءُ ڀوري رنگ جو هڪ ننڍڙو پکي آهي، جنهن جو پڇ ننڍو ٿئي. ان جي بدن تي ڳاڙهاڻ مائل ناسي يا ڪاريون ڌاريون ۽ سيني تي ڀوري رنگ جون ڌاريون ٿين. نر ٻٽيري جي ڪنڌ تي ڪارو نشان ۽ ماديءَ جي ڳچيءَ تي ڀورا ڇٽا ٿين ٿا. هي پکي عام طرح ڪڻڪ جي لابارن وقت ڏسڻ ۾ ايندو آهي. بهار جي موسم ۾ اولهہ کان ٻٽير تمام گهڻا ايندا آهن ۽ اڪثر زمين جي فصلن تي لهندا آهن. هڪ فصل ختم ٿئي تہ ان کي ڇڏي ٻئي فصل واريءَ زمين ۾ وڃي رهندا آهن. انڪري هنن کي 'فصل ٻٽيرا' بہ چوندا آهن. ٻٽيرا عام طور 40/50 ڏينهن جي وقفي سان آنا ڏيندا آهن. گهڻا ماڻهو ٻٽيرن جي ويڙهہ تي بازي بہ رکندا آهن. ٻٽيري جو گوشت لذيذ ٿئي ٿو. هن جو گوشت طبي لحاظ کان گهڻين بيمارين کي فائدو ڏيندڙ آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي تہ هن جو پتو ڪيترين بيمارين جي علاج طور استعمال ڪندا آهن.

عرب سياح، سنڌ ۽ سرائيڪي پٽي بلوچستان ۾ ٻٽيرن جا شڪار ڪرڻ ايندا آهن.

**ٻٽيهہ**: هڪ عدد (32) انهيءَ نسبت سان ڪيترين چوڻين ۽ اصطلاح مشهور آهن.جهڙوڪ:

(i) ٻٽيهہ ڌارون: ماءُ جي ٿڃ.

(ii) ٻٽيهہ نسون: انساني جسم کي تندرست رکندڙ نسون. چوندا آهن تہ "ٻٽيهن ئي نسن جو زور".

(iii) ٻٽيهہ لڇڻ: سيني پارين افعالين سلڇڻو هيئڻ بہ چوندا آهن تہ "ماڻهو ٻٽيهہ لڪڻو پر موچڙو ڇٽيهہ لڪڻو".

(iv) ٻٽيهہ ڳهڻا: عورت جي سينگار جا ٻٽيهہ زيور، سگهڙ سينگار شاعريءَ ۾ ڳائيندا آهن. اهي زيور هيٺيان آهن. سينڌ ڦل، ڪور، تلڪ، والي، پنڙا، ڪوڪو (سون جو نهيل لونگ جهڙو، ڪنن ۾ پائڻ جو)، ڪنن جا جهومڪ، نٿ، چندن هار، مڪٽ هار، جوها، چمپاڪلي، ڪارڪ يا ڍولڻو، ڪنمال، پنج سري دهري، آرسي، منڊي، ڪنگڻ پهنچي، چوڙيون، چيلهڪي، نو لکي نگ (ٻڙا، موتي وغيره، جي ڏاڳي ۾ پوئي ڪرائيءَ ۾ ٻڌجن) بازو بند، جوشن، ٻَري، ڪرڏني، ڪڙا، پازيب، جهانجهہ (جهانجهر)، ڇڙي (چانديءَ جون چوڙيون، جيڪي ڪڙين جي جاءِ تي پائجن)، وڇونئڙا ۽ ڇلا (پيرن جي آڱرين جا).

**ٻَٽيهو**: ويم وقت ڙالن لاءِ ٻٽيهن وڪرن وارو سوانجهو.

**ٻَٽيهو**[2]: سٽ جو هڪ قسم بہ ٻٽيهو سڏجي، جو ڇٽيهي کان ٿلهيرو ٿيندو آهي.

**ٻَٽيهي**: انسان جي ٻنهي جاڙين وارا سيئي ڏند ۽ ڏاڙهون جيڪي عام طور تعداد ۾ ٻٽيهہ ٿيندا آهن پر گهٽ وڌ بہ هوندا آهن.

**ٻَٽيهي**[2]: پٽن يا تاس جي ڇهہ باز راند ۾ سانده سپ هٽ ڪٽي وڃڻ کي بہ ٻٽيهي چوندا آهن.

**ٻپٽٽي**: درياهي وهڪري جو اصطلاح، جنهن ۾ ڪٽي ڪٽي درياهہ ٻن وهڪرن وارو رخ اختيار ڪندو آهي، پر پوءِ وري بہ هڪڙي پنڌ تي هلي اصل درياهہ سان گڏجي ويندو آهي ۽ ٻن پٽٽن جو پاٽٽي انتظام ڪندا آهن. ساڳئي محصول ۾ ماڻهن کي ٻئي پٽڻ ٽپايا ويندا آهن.

**ٻَپَڙ**: هڪ ذات جو نالو اڪثر اتر سنڌ ۾ رهندڙ آهن. جن مان "بهار" نالي ٻپڙ مِيان نورمحمد ۽ غلام شاهہ ڪلهوڙي جي وقت ۾ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. بهار ٻپڙ شاهہ لطيف جو همعصر هو. سندس بيتن ۾ جوڙيل "سيف الملوڪ جو قصو" مشهور آهي.

**ٻَپڙا**: هڪ ذات جو نالو جيڪا اڪثر حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ آباد آهي. مولوي علي محمد ٻاپڙو يا ٻپڙو مشهور عالم پڻ هن ذات مان ٿي گذريو آهي.

**ٻپُڙي**: ٻن ٿهن واري اجرڪ. اجرڪون هڪ پڙيون بہ ٿين تہ ٻہ پڙيون بہ ٿين. پر سنڌي اجرڪ ٻہ پڙي سڏبي. ٻہ ڏر گڏبا تہ ٻہ پڙي اجرڪ ٿيندي، پر اصل ۾ ٻہ- پڙي اجرڪ ۾ چار ڏر ٿيندا آهن.

**ٻپڙي**[2]: سِپ، جنهن جا ٻہ ٻہ پڙ ٿيندا آهن. پڪائيءَ بہ چيو آهي تہ:

"ٻاڙو پئي نہ ٻپڙي"

**ٻپوهار**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي منيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سينهار نانگڙ، هنگورجا، ٻِٽڙي، جوڳلار ميگهواڙ، مانڌڻ ويرو، قادر ويرو، وينجهٽياري، ڍنڍي، ٻپوهار پاٽين جي ويري.

**ٻپَهَرَ**: سج اڀرڻ کان وٺي منجهند جو ٻنپهرن گذرڻ وارو وقت، ٻہ پهر وقت جي هڪ حصي جو خاص نالو آهي، سياري ۽ اونهاري ۾ هن وقت جي نوعيت ۾ فرق آهي. سياري ۾ جڏهن پورو اڌ ڏينهن گذري وڃي تہ ٻپهر شروع ٿيندا آهن، جيڪي ٽپهريءَ تائين هلندا آهن. جڏهن تہ اونهاري ۾ ٻپهر وقت جي ان حصي کي چئجي ٿو، جڏهن سج بلڪل ڪاپار تي هوندو آهي اهو وقت ٻپهريءَ يا منجهند جي مانيءَ جو وقت ليکيو ويندو آهي. سنڌ ۾ ظهر جي نماز کي ٻپهريءَ جي نماز پڻ چيو ويندو آهي.

**ٻپَهري** (ڪتاب): مشهور ڪهاڻيڪار ڪرشن کٽواڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو، جيڪو 1990ع ۾ ڀارت ۾ ڇپيو. ڪتاب جي چونڊ ڪهاڻي آهي، "ٻپهري"، جيڪا 60 سالن جي هڪ ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ڪهاڻي آهي، اُن ۾ اهو ڄاڻايو ويو آهي تہ زال جي فوت ٿي وڃڻ بعد، هو هيڪلو ٿي وڃي ٿو ۽ ٻارڙن جي سنڀال خود ڪري ٿو. انهيءَ وچ ۾ هڪ 70 سالن جي پاڙيسري عورت وٽس نوڪرياڻي ٿي اچي ٿي، جيڪا سندس ٻارڙن جي سنڀال ڪري ٿي.




**ٻپَهريءَ جا ٻہ پل** (ڪتاب): ريٽا شاهاڻيءَ جي آپ بيتي جو ڪتاب، جيڪو 1994ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 20 عنوان آهن، هر عنوان واري مضمون ۾ هن هڪ عورت جي حيثيت سان پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن جو اظهار ڪيو آهي. هڪ عورت ليکڪا جي حيثيت سان سندس لکيل هر مضمون پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ زندهہ ڪهاڻي آهي. سندس آپ بيتيءَ جو ٻيو ڪتاب "گهنڊ ڄاڻ وڳو" آهي: جن ٻنهي کي

ڳڏي ترتيب ڏئي، هڪ ٺي نالي "ٻيهريءَ جا ٻه پل" سان تيار ڪري تاج جويي ان جو تفصيلي مهاڳ لکيو. هي نئون ڪتاب، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ پاران ڊسمبر 2004ع ۾ ڇپايو ويو آهي. هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي.

**ٻيرا ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي دادو ۾ ميهڙ تعلقي ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌ جي قديم ڍنڍن ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي. هن ڍنڍ ويجهو ٻيرن جو ڳوٺ آهي. جنهن سبب هن ڍنڍ تي اهو نالو پيو آهي. هر سال فشريز کاتي وارا هن ڍنڍ جي نيلامي ڪندا آهن. هن ڍنڍ ۾ جوڳي مڇي مري ٿي.

**ٻِجُ:** ڪنهن به اناج، وڻ ۽ ول وغيره جو داڻو يا تخم، جيڪو پوکجي ته ان مان سلو پيدا ٿئي. ڪن پکل فصلن جي ٽڪرن ۽ ڳرين وغيره کي به "ٻج" چئبو آهي، جيئن پٽاٽي جا ٽڪر، ڪماند جون ڳريون، لاهوري گجر جا ٽڪر وغيره. ڪن ٻوٽن جون "اکيون" به ٻج طور، ٻين ٻوٽن ۾ پيوند ڪبيون آهن. ڪنهن به وڻ، ٻوٽي، جاندار، جيت، جانور يا ساهواري جو خلياتي جز. جنهن ۾ ساڳئي نسل جي وڌڻ، ويجهڻ ۽ پکڙجڻ جون جملي صلاحيتون موجود هونديون آهن. مثال طور جنهن ٻوٽي جو ٻج آهي، اهو ٻج ڦاٽي، وڌي ويجهي، پنهنجي نسل جا ٻيا ٻج پيدا ڪري ٿو اهو ئي حيات مسلسل جو سلسلو آهي. قدرت جو اهو ڪرشمو آهي، جو نموريءَ ۾ سڄي نم سمايل آهي ته گلاب جي ٻوٽي ۾ سوين گل، مکڙين ۽ پنن سوڌا سمايل آهن.

**ٻجارڻ:** ساريال پوک جي شروعات ٻيجي جي پوکڻ سان ٿيندي آهي، يعني ضرورت آهر ٻج ٻن ٽن ننڍن ٻارن ۾ پوکبو آهي، پوکيل ٻيجي وارن ٻارن کي 'ٻجارڻ' چوندا آهن. وهراڄ/ ويراڄ يا رونبو پوءِ ٿيندو آهي.

**ٻجورا:** هڪ ذات جو نالو. جيڪا دادوءَ ٺٽي، بدين ۽ سانگهڙ ضلعن جي ڪن تعلقن ۾ آباد آهي. ٺٽي ۽ سجاول تعلقن ۾ هن نالي سان ڪي ديهون به موجود آهن.

**ٻَجَهه:** پيٽ جي هڪ بيماريءَ جو نالو. قبضي (پائخاني جي ٻجهه) جانورن جي هڪ بيماري، جنهن ۾ سخت، سڪل ۽ دير هضم گاهه ڳڏ ٿيڻ ڪري ڳُجي ٻَمجي پوندي آهي.

**ٻُجهارت/ ڳُجهارت:** ٻجهڻ، ڳولي لهڻ يا سمجهڻ واري ڳجهي ڳالهه. ٻجهارتن جا ٻه قسم ٿين: هڪڙيون ٻاراٽيون ٻجهارتون (پروليون)، جن کي گهڻو ڪري ڳجهارت نه چئبو آهي. ٻيون وري وڏن ڏاهن ۽ سگهڙن واريون ٻجهارتون، جن کي "ڳجهارتون" چوندا آهن. لفظن جي لِڪ ۽ اشاراتي ڳالهه نثر توڙي نظم ۾ جوڙڻ کي ڳجهارت سڏبو آهي.

ٻاراٽي ٻجهارت (پرولي).

چوٽي: ٻجهه ٻجهارت، ٻول ٻاراٽا
گهر گهر ۾ ڳاڙهي ڪنوار

وراڻي: ٻجهيم ٻجهارت اها ته آهي "باهه".

وڏن سگهڙن جي ٻجهارت/ ڳجهارت:

راڻا تو ڪاني، مون نه ڪاني.

وات: ٻه پاوا (ڪاني) ڪاني، ڪاٺ جي پٽي يا "سري"، ڳجهو لفظ "سري".

پيڇٽي: راڻا تو سري، مون نه سري.

مراد: مومل راڻي کي ڏوراپو ڏيندي چوي ٿي ته 'راڻا! تنهنجي ته مون کان سواءِ سري وئي، پر منهنجي تو کان سواءِ نه سري ۽ آءٌ تو ڪاڻ پئي جهوراٽي ۾ جهجهان ۽ جهران' (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: "ڳجهارت".)

**ٻِجُ:** ڳِپ، مغز، ننڍڙو ٻچو، نئين ڦٽندڙ ٻوٽي يا سلي کي 'ٻج' چئبو آهي. ڪجيءَ جا نڪتل نوان پن. سواءِ ڪجيءَ جي ڪوئر واري اندرئين حصي ۽ نرم مغز کي به 'ٻج' چئجي ٿو ان کي 'ترمغزي' ٻڻ چوندا آهن.

**ٻچاٽي ڪوٽيرو:** هي ماڳ پٿرن جون اڏاوتون آهن، جيڪي ڏاتو پاهڻي دور سان واسطو رکن ٿيون ۽ ديهه ٻچاٽي، تعلقي ٿاڻي بولاخان، ضلعي ڄامشوري. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°32' 00" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°50' 10" تي موجود آهن. هي پٿرن جون اڏاوتون ڳوٺ اميد علي برهماڻيءَ لڳ انهيءَ رستي تي آهن، جتان درگاهه فقير محمد علي وارو رستو ڏئي ٿاڻي احمد خان پهچجي ٿو هي ماڳ عثمان جي ٻنّي جي اولهه ۾ ٻچاٽي لانديءَ جي اتر ۾ آهي. هن اڏاوت جي ڊيگهه 140 ميٽر ۽ ويڪر 120 ميٽر آهي. هي قبل از تاريخ جو ماڳ آهي، جنهن تي وچ ۾ اهڙو اپار آهي، جو اسٽوپا جهڙي ڍڪ ڏئي ٿو ۽ بظاهر ان تان ڪا به اهڙي شيءِ ڪانه لڌي آهي، جنهن کي انهيءَ دور سان منسوب ڪجي. ماڳ کي چوڦير جهنگ آهي، ان ڪري ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

**ٻُچاٽي لاندي:** هن اڏاوت جا نشان قبل از تاريخ جا آهن. هي ماڳ ديهه ٻچاٽي تعلقي ٿاڻي بولاخان ضلعي ڄامشوري اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°32' 00" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°50' 25" تي واقع آهي. هي باران نئن جي سامهون، عثمان جي ٻنّي جي اولهه ۾ اٺن فوٽن جو دڙو آهي جنهن تي ڏاتو پاهڻي دور جو ٺڪراٺو مليو ٿو. اتي هڪ ڊٺل لانديءَ جا آثار به آهن. ڪوٺائيءَ مهل هڪ ڪمرو 10x20 فوٽن جو هنيو ويو. پر ڪا اهڙي اهم وٿ ڪانه ملي، ڪجهه ٺڪرانو ڳاڙهي تي ڪاري رنگ جو مليو. ان کان سواءِ پٿرن مان ٺهيل اڏاوتن جون پيڙهون ۽ پٿر جا پتا به مليا آهن. هي ماڳ گهڻي قدر سڌي ميدان تي آهي. جنهن کي قبل از تاريخ جو سڏي سگهجي ٿو. هن ماڳ تي اڳ ۾ مشهور آرڪيالاجسٽ مجمدار ڪم ڪيو هو.

**ٻَچڙا:** هڪ ذات جو نالو. خاص ڪري حيدرآباد شهر ۾ 'ٻچڙن جو پاڙو' آهي. حيدرآباد شهر ۾ غلام مرتضيٰ ٻچڙو، ٽنڊي ولي محمد جو ويٺل هو. انهن مان گهڻا پاڻ کي 'سمون' به سڏائيندا آهن.

**ٻَچي:** تعلقي ميهڙ ۾ ٻن ديهن جو نالو.

**ٻچي داني:** جسم جو هڪ اندريون حصو جيڪو پيٽ ۾ اندر ٿيندو آهي، ان کي 'ڳيرڻ' به چوندا آهن، ڇو ته ان عضوي ۾ ڳپ جهلڻ جي خاصيت هوندي آهي. عربي ٻوليءَ ۾ ان کي "رحم" چوندا آهن. هيءُ عضوو هر مادي جانور توڙي انسان ۾ ٿيندو آهي. هر قسم جي ساهواري ۾ ڄڻڻ يا ويم جو مادو جدا جدا ٿيندو آهي.

**ٻُڌَ:** سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو (جيڪي ٻڌ جي باقيات چئي سگهجن ٿا).

**ٻُڌَ**[2]: ٻڌمت جو باني، مهاتما گوتم ٻڌ، جنهن جو اصل نالو "سڌارٿ" هو ۽ ڪپل وستوءَ جي راجا "سڌوڌن" جو پٽ هو. هندن جي عقيدي موجب هي ڀڳوان جو اوتار هو (ڏسو: "گوتم ٻڌ" ۽ "ٻڌمت").

**ٻڌ**[3]: هڪ گرهه جو نالو عطارد، جيڪو سج کي ويجهي کان ويجهو گرهه آهي هن گرهه جو سال 88 ڏينهن جو ٿيندو آهي. يعني سج جي چوڌاري ايترن ڏينهن ۾ ڦري ايندو آهي.

**ٻُڌِ:** ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'ٻُڌ'، 'نئين ٻُڌ'، 'طاهر چاچڙ'، 'رسول بخش شيخ'، 'ڄاڻڻ ڪورائي'، 'حاجي خان ڪورائي'، 'ٻڍو شيخ'، "صالح سانگي'، 'قاضي غلام محمد'، 'لعل ڪلوڙ'، 'اسماعيل زنگيجو' ۽ 'ميان محمد شاهه'.

**ٻَڌا ٿهڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب الله بخش ٽالپر جو لکيل آهي، جنهن ۾ ڪل يوڳ جون ڳالهيون ۽ ٽوٽڪا آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪَچو آهي، جنهن ۾ 148 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، سال 1951ع ۾ ڇپايو.

**ٻُڌا ڀڳوان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اين. آر. ملڪاڻيءَ مرهٽي ٻوليءَ مان،

سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو. جيڪو اصل مرهٽيءَ ۾ "ڌرمندا ڪوسمبيءَ" جو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب 1956ع ۾ پارت ۾ ڇپيو.

**ٻڌاري:** ٻسارڪي وڪر طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ آهي جنهن جو نمونو ول جيان آهي. هيءَ پاڙ ڏکي، ٻوري ۽ ننڍن تي ٿئي ٿي. ٻوٽي جا پن پان وانگر، پر ڏهه ٻارهن انچ ڊگها ٿيندا آهن. جن جي هيٺين سطح ريشمي ٿئي ٿي. ٻڌاريءَ جو ٻوٽو ٻن قسمن جو ٿئي ٿو. هڪ قسم جو گل اڇو ۽ گول، ٻئي جو ڳاڙهو واڱڻائي ڇٽ تي، وڏو ۽ ان جا پن ڪچنار جيان ٿين ٿا. ٻوٽي جي پاڙ منيءَ ڪانيءَ وانگر هوندي آهي.

**ٻُڌاءِ ته سهي** (ڪتاب): سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران "ٻارن لاءِ سنڌيڪا سيريز" هيٺ. ڊبل ڪرائون سائيز جا 24،24 صفحن جا پنج ڪتابڙا هيٺين عنوانن سان ڇپايل آهن. (1)ٻي مخلوق ڪٿي رهي؟ (2) شين جي ابتدا ڪيئن ٿي؟ (3) بنيادي سائنس، (4) ڪائنات جو مطالعو وغيره.

هنن ڪتابن ذريعي ٻارڙن کي آسان زبان ۾ سائنسي ڄاڻ سيکاري وئي آهي. هنن ڪتابڙن جو سهيڙيندڙ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جو باني نور احمد ميمڻ آهي ۽ هر ڪتابڙي جو مُلهه 20 روپيا رکيو ويو آهي. هنن ڪتابن جو پهريون ڇاپو 1994ع ۾ ڇپيل آهي.

**ٻُڌ درشن** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف نارائڻ ايچ. سمتاڻي آهي، جنهن گوتم ٻڌ جي حياتيءَ تي هيءُ تعارفي ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ گوتم ٻڌ جي حياتيءَ جي احوال سان گڏ سندس تعليمات به شامل آهي. هيءُ ڪتاب 1956ع ۾ پارت ۾ ڇپيو.

**ٻُڌر:** هندو ديومالا مطابق "ٻڌ" چنڊ ديوتا جو پٽ، آسمان تي 'ٻڌ ديوتا'، عطارد سياري جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي، هفتي جي ستن ڏينهن مان چوٿون ڏينهن ان سان منسوب آهي. مسلمان هن ڏينهن کي 'اربعا' يعني هفتي جو چوٿون ڏينهن ليکيندا آهن.

**ٻُڌڪ/ ٻُدڪ:** ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڪنڊياري شهر کان ڏکڻ طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ڳوٺ، جنهن کي عام ماڻهو "ٻُدڪ" سڏين، پر اصل ۾ اُن جو نالو "ٻُڌڪ" آهي. اُن جي ڀرسان "ٻڌڪا" شاخ به وهي ٿي ۽ اُن ديهه جو نالو به "ٻُڌڪ" آهي. مشهور وڪيل ۽ قومي ڪارڪن غلام سرور سهتو هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي.

**ٻُڌڪا ٽڪر:** ضلعي ٺٽي جي شهر جهرڪن جي سامهون، درياهه جي ٻيءَ پر واري ٽڪر کي "ٻڌڪن جا ٽڪر" يا "ٻڌڪا" چيو ويندو آهي. هنن آثارن جي نالي مان ئي ظاهر آهي ته اهي ٻڌ ڌرم واري دور جا يادگار آهن. انهن آثارن جي جاچ ڪندي مسٽر ڪارٽر به ننڍڙا دڙا ڳولي لڌا هئا. جن جي سرن جي مقدار، ڊول ۽ متاڃري تي ڪم آندل رنگ، ڪاريگريءَ ۽ لڪت کي جاچيندي ڪيس ٻڌ ڌرم جي ٻن راجائن جا نالا ڏسڻ ۾ آيا، جيڪي ساڳئي زماني ۾ يعني "راجا ڪنشڪ' جي زماني ۾ ٿي گذريا آهن. اهي حاڪم ۽ اهي نشان، ميرپورخاص واري ڪاهوءَ جي دڙي جي زماني جا هئا. موجوده وقت ۾ هن ٽڪر تان اهڙيون سرون هٿ اچن ٿيون، جن تي 'ٻڌ ديوتا' جي تصوير چٽيل آهي.

**ٻُڌڪي سائيٽ** (Budh-Site): گنجي ٽڪر جي ڏکڻ ۾ آخري ڇيڙي تي واقع 'شيخ سرهيو' ٽڪريءَ جي سڃاڻپ وارو هيءُ ماڳ ٻُڌڪي دور سان تعلق رکي ٿو. انگريز محقق هينري ڪزنس هن ماڳ جو اشارو ان وقت ڏنو جڏهن هو سعيدپور ٽڪر تي واقع 'سڏيرڻ جو ٺلهه' جو ذڪر ڪري ٿو. سڏيرڻ به ٻُڌڪي سائٽ ۽ اسٽوپا آهي. هينري ڪزنس اشارو ڏنو آهي ته سڏيرڻ جي ٺلهه کان ٽي ميل (5 ڪلو ميٽر) اتر طرف هڪ ٽڪريءَ تي ٻڻ هڪ ننڍي اسٽوپا جا نشان آهن.

سعيد پور ٽڪر ۽ پير سرهيو ٽڪريءَ جي وچ مان پيڇاري ڦاٽ جو لنگهه آهي، جيڪو هاڻي ڪوٽڙي بئراج جي سرشتي سان جڙيل آهي. امڪان آهي ته ٻُڌڪي دور ۾ پيڇاري ڦاٽ درياهه جو اهم لنگهه هجي. شيخ سرهيي واري ٽڪر تي ٻُڌڪن آثارن ۾ جيتوڻيڪ هن وقت ڪنهن به اسٽوپا جا نشان باقي نه آهن. پر اهو محسوس ٿئي ٿو ته خزاني جي کوجين جنهن جاءِ کي کوٽي تباهه ڪيو آهي، اتي اهو اسٽوپا هوندو جنهن جو ذڪر ڪزنس صاحب ڪيو آهي. هن ماڳ تان ٻُڌڪي دور جون ٺپيل آرائشي سرون ڪافي تعداد ۾ ملن ٿيون. هتي اوائلي اسلامي دور جو ٺڪرائون نيري ڪاشي ۽ قديم زماني کان ڦٽل هڪ مسجد جا آثار به آهن. ماڳ ڪجهه ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي جنهن ۾ پراڻن آثارن مان ڪنيل سرن سان ٺهيل هڪ بي ترتيب چوڌيواري اندر هڪ قبر آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو 'شخصرو' يا 'شيخ سرهيو' چون ٿا. هن درويش جي تاريخ بابت ڪو به پتو نٿو پوي. هي ماڳ حيدرآباد کان ٽنڊي محمد خان ويندي پنياري شاخ جي پل کان اولهه طرف ملاڪاتيار واري رستي تي، ٽي ڪلو ميٽر پري، شاخ جي ساڄي ڪنڌيءَ تي واقع ٽڪريءَ تي آهي.

**ٻڌمت/ ٻڌ ڌرم:** ٻڌ ڌرم دنيا جي وڏن مذهبن مان هڪ مذهب آهي، جيڪو مهاتما گوتم ٻڌ جو وضع ڪيل اخلاقي ۽ فلسفياڻو نظام يا زندگيءَ جو دستور يا آئين آهي. مهاتما گوتم ٻڌ. هيءُ پنٿ، 563 ق.م ۾ جاري ڪيو هو.



جنهن ۾ هن ننڍ وڏائيءَ ۽ ظلم خلاف مهاڏو اٽڪائڻ ۽ ان سان نفرت جو گس ڏسيو. جيئن ته ان دور ۾ عوام جي برهمڻن جي سخت نظام کان بيزاري انتها تي پهچي چڪي هئي، تنهنڪري ٻڌمت ماڻهن جي دلين ۾ جاءِ ڪندو ويو. گوتم ٻڌ پنهنجي پنٿ ۾ چار صداقتون بيان ڪيون (1) زندگي ڏک ئي ڏک آهي (2) ڏک جو سبب نفساني خواهشون آهن (3) نفساني خواهشن جي خاتمي سان ڏک خودبخود ختم ٿي وڃي ٿو ۽ (4) نفساني خواهشن جي خاتمي لاءِ "نرواڻ" (نجات) حاصل ڪيو وڃي. هيءَ معنيٰ ۾ ٻڌ ڌرم ۾ سڄو زور "نرواڻ" حاصل ڪرڻ تي ڏنل هو. مهاتما گوتم ٻڌ "نرواڻ" جي حاصلات لاءِ هيٺيان 8 اصول بيان ڪيا:

(1) صحيح ارادو ۽ تڪميل جو عقيدو، يعني دنيا ۽ زندگيءَ جي اصليت کي صحيح نموني سڃاڻڻ، سمجهڻ ۽ ڏسڻ (2) صحيح، مثبت ۽ حقيقت پسنداڻي سوچ، جنهن ۾ غلط ۽ ناپائيدار شين کي حاصل ڪرڻ جو خيال به نه اچي. نفساني خواهشون ترڪ ڪرڻ ۽ اهنسا واري واٽ وٺڻ (3) عملي طور صحيح چلت، سلي ۽ مناسب نموني سان ڳالهائڻ (4) صحيح ۽ حق حلال لاءِ جاکوڙڻ، جنهن ۾ مناسب طريقي سان ڪمائي زندگي گذارجي. (5) سچ ڳالهائڻ (6) سلن ۽ صحيح تجربن ۽ مشاهدن جي يادگيري ڪرڻ (7) صحيح

نيڪ نيتي، سلين ڳالهين کي ياد رکڻ ۽ فضول ۽ خراب ڳالهين کي وسارڻ (8) صحيح ۽ سچائيءَ تي ٻڌل عبادت.

ٻڌ جي تعليم موجب "نرواڻ"، روح جي سچي ۽ حقيقي خوشي يا آخري منزل آهي. جيستائين "نرواڻ" حاصل نٿو ٿئي، تيستائين روح هڪ زندگيءَ کان ٻيءَ زندگيءَ ۾ گهمندو ڦرندو رهي ٿو. انهيءَ عقيدي موجب ٻڌ ڌرم، هندو ڌرم ۽ جين مت وانگر "آواگون" جو قائل آهي. البت ٻڌمت وارا بهشت ۽ دوزخ کي تسليم نٿا ڪن ۽ نه ئي ويدن کي علم جو صحيح ذريعو سمجهن ٿا. ٻڌ مت موجب دنيا ۾جيڪي به شيون آهن، اهي فقط هڪ گهڙيءَ ۾ هڪ صورت ۾ رهن ٿيون. هر شيءِ هر گهڙيءَ پنهنجي شڪل ۽ صورت بدلائيندي رهي ٿي. ڪا به شيءِ هميشه رهندڙ ناهي. ايستائين جو انسان جو روح به هميشه نٿو رهي. ٻڌمت جي تعليم کي برهمڻ کان باغي ۽ ذات پات جي ويڇن کان تنگ آيل ماڻهن قبول ڪيو. سنڌ تي به ٻڌ ڌرم جو وڏو اثر رهيو. مير رکڻ جو ٿُل، ڪاهوءَ جو دڙو، ٻڌڪا ٽڪر، موهن جي دڙي جو مٿيون اسٽوپا ۽ ٻيا ڪوڙ سارا ماڳ ٻڌمت جا چٽا آثار آهن. ٻڌ جي تعليمات قديم پراڪرت (پالي) ٻوليءَ ۾ موجود آهي.

ٻڌ ڌرم وارا روح جي هستيءَ کي نٿا مڃين. گوتم ٻڌ کان پوءِ ٻڌ ڌرم ۾ ڪئين فرقا ۽ تحريڪون پيدا ٿيون. هڪ فرقو اهو هو جيڪو پالي زبان ۾ گوتم ٻڌ جي نصيحتن ۽ اصولن کي علم جو ذريعو تسليم ڪندو هو. ٻيو فرقو انهن ماڻهن جو هو جن گوتم ٻڌ کان پوءِ ڌرم ۾ نون خيالن جو اضافو ڪيو. پهرئين فرقي کي "هنايان" ۽ ٻئي کي "مهايان" چيو وڃي ٿو. "هنايان" لنڪا ۽ برما ۾، ۽ "مهايان" جپان ۾ زور ورتو. هنن ٻنهي فرقن ۾ اهو به فرق هو ته "هنايان" وارا فقط پنهنجي نرواڻ لاءِ ڪوشش ڪندا هئا، جڏهن ته "مهايان" وارا خود نرواڻ حاصل ڪري ٻين کي به نرواڻ جو تجربو ڪرائڻ پنهنجو فرض سمجهندا هئا. ٻڌ ڌرم کي موريا خاندان جي راجائن تمام گهڻو زور ونرايو. جنهن سبب اهو دنيا جي وسيع خطي ۾ پکڙجي ويو. هندستان ۾ مهاراجا اشوڪا جي دور (3 صدي ق.م) ۾ ٻڌمت اوج تي هو. مهاراجا اشوڪا، سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان، سوات، ڪشمير ۽ نيپال تائين ٻڌ ڌرم جا ڪيترائي ڪتبا کڙا ڪرايا، جن مان ڪي اڄ به موجود آهن. 647ع ۾ راجا هرش جي دؤر حڪومت ۾ ٻڌ ڌرم جو زوال ٿيڻ لڳو. هرش کان پوءِ راجپوتن زور ورتو جيڪي ڪالي ديويءَ جا پوڄاري ۽ ٻڌمت جا دشمن هئا. جنهنڪري ٻڌ ڌرم آهستي آهستي هندستان مان گهٽجڻ لڳو البته لنڪا ۽ برما ۾ قائم رهيو. چين ۾ هيءُ ڌرم پهرين صدي عيسويءَ ۾ داخل ٿيو بعد ۾ ڪوريا جي رستي چين مان جپان پهتو. هن وقت به ٻڌ ڌرم ڪيترن ئي ملڪن ۾ زنده مذهب آهي ۽ دنيا جي ٽن وڏن مذهبن (اسلام، عيسائيت، يهوديت، سان گڏ چوٿون مذهب شمار ٿئي ٿو هن وقت ٻڌمت ۾ چار خاص فرقا آهن (1) ظاهر ۽ باطن ۾ هر شيءِ جي وجود کي تسليم ڪندڙ (2) فقط ظاهري شين جي وجود ۽ انهن مان علم حاصل ڪرڻ واري فلسفي کي مڃيندڙ (3) ظاهري شين جي وجود کان انڪار ڪندڙ. جيڪي ظاهر کي خواب يا عقلي پيدائش تسليم ڪن ٿا ۽ (4)ظاهر ۽ باطن ۾ ڪنهن وجود کي تسليم نه ڪندڙ. جن جي عقيدي موجب ڪنهن به قسم جي تخليق نه ٿي آهي ۽ نه ٿيندي.

هندستان ۾ ٻڌ مذهب نالي ماتر وڃي رهيو آهي ۽ ان جو اصل روح ختم ٿي چڪو آهي. هندو ڌرم وارن مهاتما گوتم ٻڌ کي وشنو جو اوتار سمجهي ان جي ضروري تعليم کي هندو ڌرم ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان کي پنهنجي ئي ڌرم جي شاخ سمجهڻ لڳا آهن. جنهنڪري ٻڌ مت جي جدا حيثيت وڃڻ جڙ ته ختم ٿي چڪي آهي. ٻڌ ڌرم جي پوڄارين کي "ٻوڌي" ۽ مذهبي تبليغ ڪندڙن کي "ڀڪشو" چيو وڃي ٿو چين ۾ ٻڌ ڌرم پهرين صدي عيسويءَ ۾ پهتو ۽ بعد ۾ ڪوريا جي رستي جاپان پهتو هتي ان "مهايان" مت جي صورت اختيار ڪري ورتي. تبت ۾ ٻڌ ڌرم، لاما ڌرم ٿي ويو. هن ڌرم ۾ گهڻا فرقا پيدا ٿيا، جن مان "زين" به هڪ آهي.

ٻڌن جي خانقاهه کي 'وِهار' چئبو آهي ۽ عبادت جو مکيه مرڪز اسٽوپا ٿئي ٿو. ڪن اسٽوپائن جي وچ ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جون هڏيون به دٻليءَ ۾ بند ڪري پوريون ويون هيون. سنڌ ۾ به وِهار ۽ هڏيون پوريل اسٽوپا مليا آهن.

**ٻڌن جا هِنايان ۽ مَهايان فرقا:** هِنايان (Theravada) فرقو ٻُڌ مَت جي مهايان فرقي کان اڳ آهي. پر هن وقت دنيا ۾ مهايان فرقو تعداد ۾ وڌيڪ ۽ پکڙيل آهي. ٻُڌ عالمن جي تشريح موجب مهايان فرقو اصل ۾، هِنايان جي توسيعي صورت آهي. انڪري سمورا مهايان اصل ۾ هِنايان آهن. پر سمورن 'هِنايان' کي 'مهايان' نه ٿو چئي سگهجي. مهايان فرقي کي ٻُڌ بادشاهن وڏي همٿ ڏني. ٽين صدي ق.م ۾ ٻُڌ مت کي طاقتور اشوڪ جي بادشاهيءَ ۾ سرپرستي حاصل ٿي، ۽ هُو مهايان ٻُڌ مَت جو وڏو حامي ٿيو ۽ هن مَت تي عمل ڪيو.

مهايان فرقي کي انڪري به مقبوليت ملي ته ڪنهن 'مهايان' ٻُڌ لاءِ اهو ضروري نه هو ته گوتم ٻُڌ وانگر نرواڻ وٺي، توڙي جو هُو نرواڻ کي ويجهو به پهچي وڃي، بلڪ هن لاءِ ٻُڌيستوا (Bodhisattva) جي منزل ئي ضروري هئي چاڪاڻ ته ان ريت هُو 'راست راهه' تي هلي خلق خدا کي نرواڻ جي حصول ۾ مددگار ۽ محافظ رهي پئي سگهيا. هن فرقي موجب ٻُڌ مَت جو پرچار فقط شخصي آتما جي ترقيءَ لاءِ نه هو پر اصل مقصد ان فلسفي جو پرچار ۽ ان کي پکيڙڻ هو اهوئي سبب هو جو اشوڪ ٻُڌ مت جي پرچار لاءِ سڄي هندستان ۽ هندستان کان ٻاهر ايلچي موڪليا.

هِنايان فرقي وارن جو بنيادي زور ٻُڌ جي اَٺن اصولن واري وات، جوڳ ۽ مراقبن تي هو ان ريت باقي دنيا ان مَت ڏانهن مائل ٿيڻ کان قاصر هئي. مهايان فرقي هِنايان ۾ ترميم ڪري ٻُڌڪن اصولن ۾ ردوبدل ڪئي. بادشاهن ۽ رياست جي ٻُڌ ٿيڻ کان پوءِ ان جي توسيع ۽ حفاظت لاءِ فقط ٻُڌ راهبن سان سماج هلي نه ٿي سگهيو ان لاءِ سڄي پورهيت طبقي ۽ رياستي نظام کي ان هيٺ رکڻو هو مهايان فرقو هِنايان جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ماڻهن کي ٻُڌ مَت ۾ شامل ڪري سگهيو ٿي، ۽ ايئن ئي ٿيو. پوءِ ان ئي مهايان (وڏي گاڏي)طبقي Theravada فرقي کي هِنايان (ننڍي گاڏي) چيو.

**ٻَڌِي:** رياضيءَ جي اصطلاح ۾ اهو انگ، جنهن کي ٻن جي عدد سان ونڊي سگهجي، اهڙي انگ کي "ٻڌي انگ" شمار ڪيو ويندو آهي.

**ٻَڌِي**[2]: ٻاراڻي ۽ راند ۾ دوستي، دوستيءَ جي علامت طور هڪ ٻار پنهنجي هٿ جون ٻه آڱريون(ڏسٽي ۽ وچين) دوست جي ٻن آڱرين(ڏسٽي ۽ وچينءَ) سان ملائي ٿو، اهو وٽن انهيءَ ڳالهه جو اظهار آهي ته منجهن اتحاد ۽ ايڪو آهي. ڪِٽيءَ جو ضد.

**ٻُڌي:** سوچ، سمجهه، شعور کي "ٻُڌي" چئبو آهي. "ٻُڌ سڌ" به ان مان نڪتو آهي، جنهن جو بنيادي مصدر 'ٻُڌڻ' آهي، خود "ٻُڌ" لفظ جي معنيٰ ٻُڌ (شعور) جو منبع آهي. ان کي 'ٻُجهه' به چيو ويندو آهي.

**ٻُڌيا:** اسلام کان اڳ واري دور ۾ سيوهڻ کان وٺي گنڌاوا تائين "ٻڌيا" جو علائقو هو، ڪنهن وقت "ٻڌمت" وارا اتي گهڻائيءَ ۾ هئا ۽ طاقتور به هئا، انهيءَ ڪري ان تي "ٻڌيا" نالو پيو، جيئن کي ٻيا پرڳڻا به ذاتين ۽ قبيلن پويان لوهاڻا، لاکا، سما يا سهتا سڏبا هئا. اهي سڀ ذاتيون ۽ قبيلا ڪن صدين کان وٺي ٻڌمت جا پوئلڳ هئا ۽ انهيءَ ڪري ملڪ تي چچ برهمڻ جي قبضي جي خلاف هئا. پوءِ چچ حملا ڪري طاقت جي زور سان انهن سيني کي مڃايو. "ٻڌيا" طرف هن

پهريائين ملڪ جي ڏاکڻئين ڀاڱي سيوستان، ڪاڪا راڄ تي حملو ڪيو ۽ بعد ۾ اترئين 'ڪڇي- گنداوا' واري ڀاڱي تي ڪاهيو. برهمڻ حڪومت جي خلاف سنڌ جي ڪن مکيه ذاتين ۽ قبيلن، محمد بن قاسم جي آجيان ۽ مدد ڪئي. ان وقت "ٻڌيا" جي ڏاکڻئين ڀاڱي (سيوستان ۽ ڪاڪا راڄ) ۾ ڪاڪا ۽ چنا مکيه قبيلا هئا، جن محمد بن قاسم سان صلح ۽ معاهدا ڪيا ۽ اسلام قبوليو. نسل جي اعتبار سان ڪاڪا ۽ چنا ساڳيءَ برادريءَ جا قبيلا هئا. اڄ کان ٻه سو سال اڳ نسبنامي جي اهڙي ڪا روايت موجود هئي، جو مير علي شير قانع "تحفة الڪرام" ۾ ڄاڻايو ته محمد بن قاسم جي وقت جو سربراهه، جنهن جو نالو "ڪاڪو" هو سو به چنو هو. محمد بن قاسم پوءِ "ٻڌيا" جي اترئين ڀاڱي تائين ويو، جتي گنداوا (قندابيل) ۾ سندس دور کان اڳ، عرب فوج پهچي چڪي هئي. جڏهن "ٻڌيا" جو سڄو علائقو سنڌ جي نئين عرب اسلامي حڪومت ۾ اچي ويو ۽ سڀ قبيلا پڻ اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيا، ته به انتظامي لحاظ سان "ٻڌيا" جي سڄي الهندي ڀاڱي تي جيڪو جبلن سان لاڳو هو 'ٻڌيا' جي قبيلن جي رياست قائم رهي. عرب- اسلامي حڪومت جي زوال ۽ پوءِ سومرن واري دؤر ۾ اها رياست غالبا هڪ جدا حڪومت بڻجي وئي، سمن جي دور ۾ خاص طرح ڄام نظام الدين جي وقت سنڌ حڪومت جي مرڪزي طاقت "ٻڌيا" طرف وڌي، جنهنڪري "ٻڌيا" جي قبيلن واري "حڪومت" گهٽجي، هڪ ماتحت رياست بڻجي وئي. سمن جي دؤر کان پوءِ اهي قبيلا ويترو ڏيک ڪمزور ٿيا.

تاريخي اعتبار سان انهن قبيلن ۾ "ٻڌ" قبيلو وڌيڪ اڳاٽو ۽ وڌيڪ طاقتور هو. ڪڇي ضلعي جي ناڙيءَ واري ملڪ تي، سندن سرداري قائم رهي. هن وقت پڻ اتي "مٽ" ٻڌ قبيلي جو مرڪزي شهر آهي، ڪجهه وقت اڳ هيٺ 'هاشم ٻڌ جي ڳوٺ' تائين ٻڌن جي زمين هئي، پر ٻڌن ۽ ٻرڙن واري جنگ ۾ جڏهن هاشم ٻڌ مارجي ويو ته ٻرڙن، اتي قبضو ڪيو. محمد بن قاسم جي وقت ۾ ڪاڪا ۽ چنا قبيلا، هيٺ سنڌ ۾ سيوستان ۽ ڪاڪا راڄ طرف مکيه قبيلا هئا. ساڳئي دور ۾ ۽ پڻ پوءِ سومرن جي دور تائين ڪڇيءَ جي ناڙي واري پرڳڻي ۾ گنداوا ۽ مولي (موره) جي ڀاڱيءَ وارو علائقو چنا برادريءَ جي چنن، وڏن ۽ ماڇڪ قبيلن جي حڪمرانيءَ ۾ هو. اڳاٽي هڪ ڪهاوت آهي ته: "چنا، وڏا، ماڇڪا، موره مڳ ڏٺي".

اهو سنڌوءَ جي اولهه پاسي وارو شڪارپور علائقي جو ڪڪڙ (موجوده دادو ضلعي) وارو پرڳڻو تي سگهي ٿو. جيڪب آباد به ان جي حدن اندر واقع هو. قندابيل/ گنداوا جو شهر ان جي دنگ تي واقع هو. يا ائين ڪٿي چئجي ته اهو "ٻڌيه" جي مکيه تجارتي شهرن مان هڪ هو. امڪان آهي ته ديره جات وارو علائقو به ان ۾ شامل هو. تاريخي شاهدين مان معلوم ائين ٿئي ٿو ته ان جو ڪجهه حصو ڏکڻ ڏانهن اڳتي وڌي وڃي منڇر سان لڳندو هو. ابن حوقل ان کي منصوره کان پندرهن ڏينهن جي پنڌ تي ٻڌائي ٿو. چچ نامي ۽ اصطخريءَ جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو سيوهڻ کان اتر ۾ گهڻو پري ڪو نه هو.

**ٻڍي غار:** هي قديم غار ۽ ٿلهه پٿر جي دور کان ٻوڌي دور جي عرصي جو آهي. هي غار اروڙ جي ڪنڊرن جي ڏکڻ ۾، روهڙي ٽڪريءَ جي الهندي لاهيءَ وٽ، روهڙي کان 8 ڪلوميٽر ڏکڻ- اتر ۾ آهي. هن غار جي مٿان ٻوڌين جو وهار ٺهيل هو، جيڪو ويجهڙائيءَ ۾ ڊهي ويو آهي. ان جا ڊٺل حصا آسپاس ٽڙيل پکڙيل آهن. اهو ٿلهه (Stupa) غار جي اتر ۾ ان جي مٿان ٺهيل هو. غار جو منهن اوڀر طرف آهي. جيڪو 6 فوٽ وڏو ۽ 4 فوٽ اوچو آهي. اندران غار اوير- اولهه 12 فوٽ وڏو ۽ 8 فوٽ اوچي آهي. فرش تي پٿرن جا ٽڪرا ٽڙيل پکڙيل آهن. ٻن فوٽن جي گهرائيءَ تائين کوٽائي ڪئي وئي. کوٽائيءَ مان ڪا به وٽ نه ملي آهي. منهن وٽ ٺڪرائو ۽ ٻيون وٿون مليون آهن. وهاري وٽ به ٺڪرائو ملي ٿو. جيڪو گهڻو ڪري ڳاڙهو،

سلو ٻڪل، چڪ تي لٽل، سنهو ۽ ڪارن پٽن سان آهي.

**ٻڏ:** ڏير گاهه جي پاڙ ڪي ٻڏ چئبو آهي. هيءُ گاهه ڍنڍن ۾ ٿيندو آهي. اها پاڙ پٽاٽي وانگر گول ٿيندي آهي. مٿان ڪارو، اندران اڇو رنگ ٿيندو اٿس. غريب ماڻهو هن جي ڪٽي مال کي کارائين ۽ ذات طور پاڻ به کائين.

**ٻُڏاپُور:** تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه، ڳوٺ ۽ ريلوي اسٽيشن. جيڪا ڪوٽڙي- دادو ريلوي لائين تي آهي. هڪ روايت آهي ته هيءُ شهر ٻه سؤ سال اڳ ٻڍي خان شوري، درياهه جي ساڄي ڪپ تي اڏايو هو جو اتان تازو درياهه نصرپور کي ڇڏي ڪوٽڙيءَ کان وهندڙ هو. هي شهر ڪوٽڙيءَ کان ويهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. جيڪو ڪوهستان سان واپاري سلسلي ۾ سهوليت وارو هو. گذريل سٺ ستر سالن ۾ هڪ ته درياهه جي اٿل هن شهر کي نقصان پهچائيندي رهي آهي ۽ ٻيو ته هندن جي لڏي وڃڻ ڪري به هتي جي آبادي گهٽجي وئي آهي. ٻوڏن کان بچاءَ لاءِ پريرو نئون ڳوٺڙو به ساڳئي نالي سان اڏيل آهي. انگريزن جي آخري دؤر ۾ هن ڳوٺ مان محمد رمضان شورو هڪ وڏو آفيسر ٿيو، جنهن ڳوٺ جي سڌاري لاءِ گهڻي ڪوشش ورتي. موجوده وقت ۾ ٻڏاپور جو اوج ختم ٿي ويو آهي، باقي هاري ناري ۽ مزدور طبقي جا ماڻهو هت رهندڙ آهن، جيڪي پنهنجا اباڻا کک سنڀاليو ويٺا آهن. هتي پرائمري اسڪول، پوليس ٿاڻو ۽ پوسٽ آفيس موجود آهن. ديهه ٻڏاپور ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. ٻڏاپور، جان محمد ماڇي، ڪرڙ چارو، مٺائي ڪوسو، سونو زرداري، خشڪ پنائي، ڪوسا، ٻرڀار، جان محمد ميسو دريا خان ڪوسو، چارا، دلو بوليائي ڪوسا، ماڇي ڳوٺ، وريل ٽيٻو، صوبدار ڪوسو، ڏتو خان بوڪياڻي، سدا بهار زمڪاڻي، سدا بهار واهه، منگياڻي ماڇي ٻيلو سدا بهار ڪئنال منگياڻي، الهيار زمڪاڻي، اسٽيشن ٻڏاپور، ميسا، دري خان ۽ شنگو مڪواري.

هڪ روايت موجب ٻڏاپور جي نسبت ٻُڏ سان پڻ ٻُڌائي وڃي ٿي. شهر جي قدامت ان طرف ڌيان ڇڪائي ٿي.

**ٻُڏاڻي:** چانديا قبيلي جي ٻن وڏن پاڙن مارفاڻين ۽ غيباڻين مان هڪ ٽُمن جو نالو آهي. ڪورائي بلوچن، ميمڻن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻڏاڻي" آهي. خيرپورميرس ۾ اڄڻن جي هڪ پاڙي جو نالو به ٻڏاڻي آهي. ٽنڊي محمد خان ۾ سنيا ويٺا آهن، جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻڏاڻي" آهي. ڪوسن ۾ پڻ "ٻڏاڻي" آهن.

**ٻَڏاڻِي:** هڪ ذات جو نالو، جيڪا گهڻو ڪري حيدرآباد ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ رهندڙ آهي. هن ذات جي نالي سان سنڌ ۾ ڪجهه ديهون ۽ ڳوٺ به آباد آهن: تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو پڻ "ٻُڏاڻي" آهي.

**ٻُڏاڻي ڪڇو:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻُڏاڻي'، 'سيد جمال شاهه'، 'ميرل سانگي'، 'سيد ڪرم علي شاهه'، 'ڪوڪر'، 'آرائين' ۽ 'عبدالرحمان پتو'.

**ٻڍل بيگ ميرزا:** ميرزا ٻڍل بيگ ولد مرزا فتح علي بيگ، تخلص 'ٻڍل'



1279 هه مطابق 1862ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. هن جا وڏا خيرپور جي ميرن وٽ معزز عهدن تي هئا. جتان حيدرآباد جي ميرن کين مرثيه گوئي ۽ ماتمداريءَ لاءِ پاڻ وٽ گهرائي ورتو هو ۽ ميرزا ٻڍل بيگ جي والد ميرزا فتح علي بيگ کي مير حسن عليءَ پاڻ وٽ مرثيه خوان مقرر ڪيو هو. ننڍي هوندي هن کي آخوند علي محمد جي مڪتب ۾ پڙهائڻ لاءِ ويهاريو ويو، جتي سنڌيءَ سان گڏ پارسيءَ ۾ تعليم

حاصل ڪيائين. تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ ٻهرائين پوليس پوءِ ميونسپل ۾ نوڪري ڪيائين، جا پسند نه هئڻ ڪري ڇڏي ڏنائين. هڪڙي ڀيري مير نور محمد خان سندس اکر ڏسي کيس پنهنجو ڪاتب مقرر ڪيو. ٻهرين مير صاحب جو ڪليات لکيائين. پوءِ سندس لئبرريءَ جي لاءِ ڪيترن ناياب ڪتابن جي ڪتابت ڪيائين. مير نور محمد سندس حسن ڪارڪردگي، ذهانت، قابليت ۽ حسن اخلاق کان ايترو متاثر ٿيو جو هن کي پنهنجو وزير مقرر ڪيائين ۽ پنهنجن معاملن ۾ هن کان صلاح مشورو وٺڻ لڳو. ميرزا ٻڍل بيگ کي طب ۽ موسيقيءَ سان خاص شغف هو هو موسيقيءَ جو سلو ڄاڻو هو. مرزا ٻڍل بيگ جو مير عبدالحسين سانگيءَ سان به گهرو ناتو هو.

ميرزا ٻڍل بيگ 1334 ھ/ 11 سيپٽمبر 1916ع تي سومر جي ڏينهن شام جو وفات ڪئي. کيس مير نصير خان جي مقبري ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو جنهن کان پوءِ مير نور محمد سندس لاش کي ڪربلا معليٰ ڪڍائي ويو ۽ کيس امام حسين عليه السلام جي روضي ويجهو دفن ڪرايو. هن قصي کي ميرزا قربان علي بيگ نثري سفرنامي ۾ قلمبند ڪيو آهي. ساڳيءَ طرح مير حسن علي خان ٽالپر جو لاش ڪربلا معليٰ ڪڍائي وڃي امام حسين عليه السلام جي روضي مبارڪ ۾ دفنايو ويو ان قصي کي ميرزا ٻڍل بيگ منظوم سفر نامي ۾ قلمبند ڪيو آهي. اهي ٻئي سفرناما صفدر حسين ميرزا مرتب ڪري ڇڪو آهي. سندس تصنيفن ۾ "شگوفهءِ ماتم" ٻن جلدن ۾ 1908ع ۾ ڇپيل آهي. باقي هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن. 'غزلن جو ديوان' (مرتب صفدر حسين ميرزا)، 'ڪليات مرثيه' (مفصل احوال سان گڏ مرتب صفدر حسين ميرزا)، 'مختار نامه'، 'حمله حيدري' (ٻه جلد) 'سفر نامه ڪربلا معليٰ'.

ميرزا ٻڍل بيگ جو والد ميرزا فتح علي هڪ سلو شاعر ۽ مرثيي گو هو ۽ سندس وڏو ڀاءُ ميرزا قاسم علي بيگ به مرثيي سان گڏ غزل جي ميدان ۾ وڪ وڌائي هئي، تنهنڪري هن کي ننڍپڻ کان وٺي مرثيي چوڻ جو شوق جاڳيو ۽ هن سنڌي مرثيي گوئيءَ ۾ مٿانهون درجو حاصل ڪري ورتو. شاعري ۾ اصلاح ٻهريان پنهنجي والد کان، پوءِ پنهنجي وڏي ڀاءُ ميرزا قاسم علي بيگ کان وٺندو هو جنهن جي مشوري تي هن ڀارسي ۽ اردو غزل ۾ پنهنجو تخلص مرزا ۽ سنڌيءَ ۾ ٻڍل بيگ اختيار ڪيو هن مصري شاهه نصرپور واري کي پڻ پنهنجو استاد بيان ڪيو آهي. ميرزا ٻڍل بيگ جي غزلن ۾ پنهنجي دور جي روايت مطابق ڀارسي رنگ چڙهيل آهي، پر هن جي غزلن ۾ سوز و گداز، رواني، سلاست ۽ زبان جون خوبيون موجود آهن، جنهنڪري هن جي غزل ۾ ميٺاج پيدا ٿي وئي.

**ٻڍل جو رسالو عرف رسالو ٻُڍل فقير** (ڪتاب): هن رسالي جو ٻهريون ڇاپو ڊسمبر 1941ع ۾ ڇپيو هو جيڪو آنندرام طوطلداس راجاڻيءَ ترتيب ڏئي ڇپايو هو جنهن ۾ سندس 1939ع تائين جو ڪلام سهيڙيل آهي. ان ۾ ٻڍڙي فقير جي سوانح به شامل آهي. هن رسالي جو ٻيو ڇاپو ٻڍل فقير جي سجاده نشين ميان عبدالڪريم جي هدايت تي راجاڻي صاحب 1976ع ۾ مولوي محمد عظيم اينڊ سنز تاجران ڪتب شاهي بازار شڪارپور طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪراؤن سائيز جي هن ڪتاب ۾ 192 صفحا آهن ۽ آخر ۾ 33 صفحن جي لغت (ڏکين لفظن جي معنيٰ) به ڏنل آهي.

**ٻُڍل شاهه بخاري**: صوفي، درويش ۽ عالم سيد ٻڍل شاهه بخاري، ڳوٺ ٽنيا ٻڍا شاهه جو رهواسي هو هن جو شاهه عنايت جهوڪ وارن جي مسند سان محبت جو رستو هو پر خاص لڳاءُ اجمير شريف واري بزرگ حضرت خواجه معين الدين چشتيءَ رح جي درگاهه سان هو سندس جنم 16 ربيع الاول 1313 ھ مطابق 1895ع ۾ ٿيو سيد ٻڍل شاهه سلسلي قادريه کان سواءِ چشتيه ۽ نقشبنديه سان پڻ شغف رکندڙ هو سلسلي قادريه ۽ چشتيه ۾ مرشد کان خلافت جو خرقو به حاصل ڪيائين. ساري عمر سير سياحت ۾ گذاريائين. هندستان جي سڀني وڏن بزرگن سان صحبتون ۾ رهائيون ڪيائين. هر مذهب ۽ مشرب جي عالمن ۽ درويشن سان سندس قُرب ۽ اُنس رهيو. پنهنجن اباڻن ڪکن ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن خاموشيءَ ۽ خلوت نشينيءَ ۾ گذاريائين. هن بزرگ جا مننار فقير راڄڻ، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ، مير عبدالحسين خان سانگي، غلام محمد شاهه 'گدا' ۽ خواجه حسن نظاميءَ سان ويجها تعلقات رهيا. طبي حوالي سان سندس دهليءَ جي حڪيم اجمل خان سان خط و ڪتابت ۽ ملاقاتون رهيون. شاعريءَ ۾ 'حسيني' تخلص ڪم آڻي، سڀني صنفن ۾ طبع آزمائي ڪيائين. فارسي ۽ سنڌيءَ جي وڏن شاعرن جي شاعريءَ جي تتبع ۾ مسدس لکيائين. پوئينءَ عمر ۾ مٿس فالج جو خطرناڪ حملو ٿيو ۽ 7 ڊسمبر 1962ع تي وفات ڪيائين. سندس لائبريءَ ۾ نهايت عمدا علمي، ڇپيل ۽ اڻڇپيل ڪتاب توڙي قلمي نسخا وڏي تعداد ۾ موجود هئا. سندس ڪلام، سندس فرزند الهه بخش شاهه بخاري مرحوم ترتيب ڏئي ڇڏيو هو ۽ اشاعت جو منتظر آهي.

**ٻُڍل شاهه ولد نواب شاهه**: سيد ٻڍل شاهه ولد سيد ميان نواب شاهه مٽياري سيدن جي سنائي شاخ جي اميناڻي پاڙي مان هو سندس جنم نواب شاهه ۾، 1894ع ڌاري ٿيو ابتدائي تعليم مقامي اسڪول مان ورتائين. کيس سيد غلام حيدر شاهه نالي ڀاءُ به هو هي ننڍائي هئا ته 1904ع ڌاري سندس والد وفات ڪري ويو وٽن آباڻي زمينون هيون. نواب شاهه شهر لاءِ سندس والد سيد نواب شاهه پنهنجون زمينون مفت ۾ ڏنيون. اڳتي هلي هي ڳوٺ مان شهر ۽ ضلعي جو هيڊڪوارٽر بنيو هاڻي هن شهر جو نالو مٽائي شهيد بينظير آباد رکيو ويو آهي.



سيد ٻڍل شاهه جا آسپاس جي زميندارن سان دوستاڻا تعلقات هئا. هي پاڻ مڙس ماڻهو مهل سر سنگت کي ڪم ايندڙ بي ڊپو ۽ زماني شناس شخص هو. ضلعي لوڪلبورڊ جو ميمبر، تعلقي لوڪل بورڊ نواب شاهه جو پريزيڊنٽ ۽ 1 جولاءِ 1940ع کان 10 فيبروري 1942ع تائين نوابشاهه ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. سائين جي. ايم سيد سان سنا تعلقات هئس. جڏهن سن ۾ 1924ع ڌاري مٽياري سيدن جي ڪانفرنس ٿي هئي ته پنهنجي پاڙي جي سيدن سميت شرڪت ڪئي هئائين. 48 سالن جي عمر ۾ 22 جنوري 1942ع تي وفات ڪيائين.

**ٻُڍل فقير/ ٻڍڙو فقير**: ٻڍڙو فقير عرف ٻڍل سائينءَ جي درگاهه شڪارپور کان پنجن ميلن ۽ سلطان ڪوٽ ريلوي اسٽيشن کان اٽڪل ڇهن ميلن جي مفاصلي تي ٻنهي شهرن جي وچ ۾ چوٽي شاخ جي ساڄي ڪپ تي، انجنيري ڏهين ميل وٽ ته پُليءَ جي ويجهو هڪ درگاهه ڳوٺ بخشي اتر ۾ آهي. اُتي فقير طبيعت ميان عبدالواسع رهندو هو، جنهن جي گهر ۾ ٻڍل فقير 1865ع ۾ ڄائو هن ڪا خاص تعليم حاصل ڪا نه ڪئي. مال چاريائين. جهنگ جي ماحول ۾ پليو ۽ اتي ئي ولين جو واس ماڻي جوان ٿيو. فقيريءَ ڏانهن لاڙو هئس. صوفي درويشن جو ڪلام سڪ ۽ سوز سان ڳائيندو هو. سچل سائينءَ سان خاص عشق هوندو هئس. ننڍي هوندي کان ئي مستانو هوندو هو ان ڪري ڳوٺ جا ماڻهو کيس "ڏاوڻ" فقير ۽ "ڪاهڙ" به چوندا هئا. پاڻ ڪافي ڪلام چيو اٿس، جيڪو تصوف ۽ عشقيه رنگ ۾ رچيل آهي، سندس ڪلام سنڌي کان علاوه سرائڪي زبان ۾ به آهي. هن پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ جي

لوڪ ڪهاڻين کي خاص موضوع بڻايو آهي. فقير صاحب جو مسلڪ ۽ طريقو قادري هو. سندس مسلڪ جو اظهار هن ڪلام مان ٿئي ٿو تہ:

نا مين سني، نا مين شيعا، نا مين مسلمان،
عشق اسان ڏا ڪعبا قبلہ، عشق دا عالي مقام!

ٻڍل فقير مستاناڻيءَ جي عمر ۾ پهريون ڪلام هي ڳاتو هو:

عشق ٻُڍل کي ھنڌڻن لاڪون،
چو محب ڊکين منهن عجيب اسان ڪون،
روح رتو آ، تن هي توهان ڪون،
دم نہ ٿجان ڌار، توڏي تا نهاريون.

ٻڍڙي فقير جي شادي 26، 27 سالن جي عمر ۾ سندس مرشد جي حڪم تي ٿي. کيس ٽي پٽ ۽ نياڻيون پيدا ٿيون. هيءُ شاعر 27 شعبان 1358ھ/ 12 آڪٽوبر 1939ع تي وفات ڪري ويو. هاڻي هيءُ ڳوٺ "ٻڍڙي فقير جو ڳوٺ" سڏبو آهي. ٻڍل فقير جي همعصرن ۾ عبدالغفور همايوني "مفتون" ۽ رڪيل شاهه هئا.

**ٻڍل فقير**[2]: هن نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي شڪارپور جي ديهه "جوڻيجا" ۾ آباد آهي. هتي گرلس ۽ بوائز پرائمري اسڪول موجود آهن.

**ٻڍو**: تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هن نالي سان هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ شامل آهن: 'علي محمد'، 'الهندو جمالي' ۽ 'پيرل جمالي'. تعلقي سجاول ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو پڻ "ٻڍو" آهي.

**ٻڍو ٻالادي**: هيءُ سکر ضلعي خيرپور جي ڳوٺ جلالاڻين جو وينل هو. سال 1900ع ڌاري پنجانوي ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل ڪي هنر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪتاب "سنڌي هنر شاعري" ۾ شامل آهن.

**ٻُڍو فقير**: ٻڍو فقير سنڌ جو مشهور راڳي، ريڊيو ۽ ٽي وي جو فنڪار ٿي گذريو آهي. ٻڍو فقير ولد محمد صديق ذات مگھڻهار، مٺي شهر ۾ 1942ع ڌاري ڄائو. ڳائڻ جي شروعات 15 سالن جي عمر ۾ ڪيائين. هن ڳائڻ جي سکيا استاد مراد فقير کان ورتي. مراد فقير کي 1967ع ۾ پالوا ۾ لڳل مارئيءَ جي ميلي ۾ ڳائڻ کان پوءِ ريڊيو تي پروگرام مليو. سندس ڪيترائي رڪارڊ موجود آهن. کيس ڪراچي ٽي ويءَ تي 1995ع ۾ پروگرام مليو. ڪيترائي پروگرام ڪيائين. ٻڍي فقير شاهه لطيف، سچل سرمست، مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ، عباس علي شاهه ۽ حاجي احمد ملاح کي ڳايو آهي. کيس ڪہ اوارڊ پڻ ملي چڪا آهن. ٻڍي فقير 3 جون 2005ع تي وفات ڪئي.

**ٻڍي درس جي درگاهه**: ٻڍي درس جو قبو توري قبرستان ۾ ميئين ونهين ۽ اسماعيل شاهه جي وچ تي هڪ پڪسرائون چبوترو ٺهيل آهي. جنهن ۾ ميان ٻڍو درس دفن ٿيل آهي. ميان ٻڍو ميئين ونهين ۽ اسماعيل شاهه جو همعصر ۽ صحبتي هو. چبوتري جي اڏاوت ۾ سنهيون سرون ڪتب آنديل آهن. ان مٿان گچ جي گاري جو ڪم ٿيل آهي.

**ٻِرُ**: ڪنهن سرٽي جيت جو زمين ۾ کوٽيل سوراخ. جنهن ۾ نانگ، بلائون، سانڊا، ڳوهون ۽ ٻيا سرٽا شامل آهن. مشهور عموما نانگ جو ٻر ٿيندو آهي. پٽ ۾ ننڍو سنهو سوراخ، جنهن ۾ جيت جڻيو گهڙي وڃي، اهڙي، وڏي سوراخ کي "ڏر" بہ چئبو آهي. جنهن ۾ سها، ڪوئا وغيره گهڙي ويندا آهن ۽ بچا ڏيندا آهن.

**ٻُرُ**: پاٿيءَ جا چنڊا، جيڪي لوهار تتل لوهه کي ناڙ لاءِ هٽندا آهن. لوهار جي اصطلاح ۾ هر ڏيڻ يعني نپيل ۽ ٽپي تکي ڪيل اوزار کي ڪوري ۾ ڳاڙهو ڪري يڪدم پاٿيءَ جا سنها چنڊا هٽي، پاٿيءَ جي ڪونديءَ ۾ ناڙ لاءِ بہ ٽي پيرا ٻوڙيا ڏيارا آهن.

**ٻُرا**: هڪ قبيلو جيڪو لسبيلي جي مختلف قبيلن مان هڪ وڏو قبيلو آهي. هيءُ قبيلو اٿل، ونڊر ۽ منهبار وارن علائقن ۾ آباد آهي. مانڊڙا، دودا، ٻاڪڙا، ڪاٺيار (ڪوري) ۽ وچاڻي، ٻرن جا پاڻر آهن. هڪ روايت موجب هيءُ قبيلو ٻرفتن سان ملي ٿو هن طرح جو ٻرفت قبيلي جو وڏو سردار "آري ٻرو" هو جنهن کي عيسب نالي پٽ ٿيو عيسب کي بہ پٽ ٿيا. دودو ۽ ٻرو. دودي جي اولاد مان "دودا" ٿيا ۽ ٻري جي اولاد مان "ٻرا" برادري بڻيا. مثلاً ٻرن جو سردار گهر "دريساڻي" آهي، جنهن مان "سرماڻ مريداڻي". هڪ روايت موجب اصل "سمودرس" آهي، هيءَ طرف برهماڻي ٻرن جو سلسلو ٻرفتن سان ملي ٿو.

**ٻرار**: تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پيربخش مگريو طاهر گبول، رانجهو ٻرار، حسين شاهه گبول ۽ ملوڪ گبول.

**ٻراڙي**: هڪ قسم جي بيماري، جنهن ۾ هڪ پيرو زخم ٿيو تہ ڪو نہ چٽندو پاٺان وڌندو ويندو. آڳاٽي زماني ۾ انهيءَ بيماريءَ جي سبب ۽ علاج جي خبر بہ نہ هوندي هئي، پر هاڻي گذريل ستر/ اسي سالن کان وٺي معلوم ٿيو آهي تہ اها بيماري مٺن پيشابن جي ڪري ٿيندي آهي. عام طرح انهيءَ بيماريءَ ۾ اول ڪنڌ ۾ يا پٺن ۾ ڦڙ ٿيندو آهي، جيڪو وڌندو ويندو پر چٽندو ڪونهي، يعني گوشت ڪاڄندو ويندو آهي. قديم زماني ۾ اهو خيال هو تہ ٻراڙيءَ ۾ ٿيل زخم واري خال ۾ ماڻهوءَ جو گوشت وجهي بند ڪبو تہ زخم ڀرجي ويندو پر اهي سڀ غلط ڳالهيون آهن. هن وقت هن بيماريءَ کي روڪي سگهجي ٿو پر ان جو علاج اڃا تائين معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

**ٻرانجي**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'سومر فقير هنگورو'، 'عمر لاڪو'، 'پنو لاڪو'، 'حاجي فيض محمد ڪيريو'، 'مهر علي ٽالپر'، 'ڪمالاڻي'، 'خداداد ڪپري'، 'چوڌري محمد اقبال'، 'بادل بروهي'، 'نبي بخش رند'، 'سائين بخش رند'، 'اسماعيل مگسي'، 'مراد علي ميرجت'، 'جمال بروهي'، 'وليوخان لاشاري'، 'حاجي خان ٽالپر'، 'بچو ڪيريو'، 'محمد صادق' ۽ 'ٻگٽي' ڳوٺ شامل آهن.

**ٻرانگهه**: وڏي وکَ. هلڻ ۾ ٻنهي پيرن جي وچ وارو وڇ ۾ وڌ مفاصلو اڌ يا ٻيءَ نالي کي ٻنا ٽپ ڏيڻ جي اورانگهڻ واري حالت کي ٻرانگهه چئبو آهي.

**ٻرڻُ**: گاهه جو هڪ قسم، جيڪو سارين جي پوک ۾ ٿئي ۽ وس تي پڻ ٿئي ٿو ان جو ڪانو ٻاجهر جهڙو، پر سنهو ٻج ڪارو، چڙهڻ بعد ڪل لهي وڃي باقي اڇو چمڪندڙ ٻج وڃي رهي، جيڪو ڏٽ طور پڻ ڪم اچي. رڌ پچاءَ وقت ٻرڻ چونڊي ڪيري ڇڏيا آهن. ٻرڻ پسارڪي وکر طور پڻ ڪم ايندا آهن.

**ٻرڙ**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي ميرپورماٿيلي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: پيربخش مگريو، طاهر گبول، ٻرڙ (رانجهو ٻرڙ)، حسين شاهه گبول، ملوڪ گبول.

**ٻُرڙا**: هڪ ذات جو نالو، جيڪا سڄيءَ سنڌ ۾ آباد آهي. هن ذات جي نالي سان جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻي، دادوءَ، نوشهري فيروز، سانگهڙ ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ ديهون.



**ٻرڙو، محبت علي، ڊاڪٽر**: سنڌ جو لائق اديب، محقق، مترجم، سياسي ۽ سماجي اڳواڻ، ايڊيٽر، استاد، ڊاڪٽر محبت علي ٻرڙو 25 مارچ 1952ع تي نور شاهه محلي، قنبر شهر ۾ هڪ پورهيت شوڪت علي ٻرڙي جي گهر ۾ پيدا ٿيو هن ابتدائي تعليم گورنمينٽ مين پرائمري اسڪول قنبر مان، مئٽرڪ ميونسپل هاءِ اسڪول قنبر مان ۽ انٽر سائنس (پري ميڊيڪل) 1971ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان پاس ڪئي. ان بعد ايم. بي.

بي. ايس لياقت ميڊيڪل ڪاليج (ايل ايم. سي) مان پاس ڪيائين ايم.بي. بي. ايس پاس ڪرڻ کان پوءِ آرميءَ ۾ بطور ڊاڪٽر چونڊجي ڪئپٽن ڊاڪٽر جي حيثيت سان گلگلت، اسڪردو ۾ رهيو، پر پنهنجي آزاداڻي طبيعت سبب آرميءَ جي نوڪريءَ تان مستعفي ٿي، ميلون جونس بلڊ بئنڪ ڪراچي ۽ آغا خان چيريٽيبل ڊسپينسري ڪراچيءَ ۾ خانگي ملازمت ڪئي، پر سنت ٿي قنبر هليو آيو، جتي لطيف ڪلينڪ تي، باگي ديري محلي، گوپانگ محلي ۽ علي خان محلي ۾ مريضن جو علاج ڪندو هو. انهي عرصي دوران دل جي دوري سبب 19 اپريل 1997ع تي قنبر ۾ وفات ڪيائين.

ڊاڪٽر محبت علي ٻرڙي، ايل. ايم. سيءَ ۾ تعليم دوران مختصر ڪهاڻيون، طنز مزاح ۽ مضمون لکڻ شروع ڪيا، جيڪي ان وقت جي مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. اتان کان سندس صحافت جي شروعات ٿي. 1992ع ۾ روزاني "جاڳو اخبار" ڪراچيءَ جو قنبر تعلقي لاءِ نمائندو رهيو. 1978ع ۾ "ڏاهپ ڪتاب گهر" نالي پبلشنگ ادارو قنبر ۾ قائم ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب روزاني "هلال پاڪستان" جو نگران بہ رهيو. هن پنهنجا ڪتاب مختلف نالن سان لکيا، جن ۾ ڪٿي محبت ٻرڙو، تہ ڪٿي سڄڻ لطيف، مهراڻ مگسي، ساجد، سجاد قنبروي نالا استعمال ڪيا. هن جي ڇپيل ڪتابن مان ڪي سندس زندگيءَ ۾ تہ ڪي ڪانئس پوءِ شايع ٿيا آهن، جن ۾: (1) سنڌي ٻوليءَ جو دشمن نمبر ڀهريون ڪير؟ (1998ع)، (2) شهيد فاضل راهو ۽ سندس پارٽي، (1988ع)، (3) جاڳي سجاڳي، ويهان ڪيئن ماٺ ڪري، (1988ع)، (4) سنڌي عوام جو قومي اتحاد ۽ ڪي سازشي، (1989ع)، (5) پ. پ حڪومت جا ڀهريان ٽيهہ ڏينهن، (1989ع)، (6) سنڌيو سجاڳ ٿيو (1989ع)، (7) سنڌي مار سورما، (1990ع)، (8) سنڌين جا اتحاد، (1902ع)، (9) ايم. ڪيو. ايم ڪي دهشتگرد سياست، (10) چين مٿان ڳاڙهو تارو، (11) اٽڪ قلعي کان (1990ع)، (12) موسيٰ کان مارڪس تائين، (2006ع)، (13) جدلي ماديت جا بنيادي اصول(2008ع)، (14) ٻوليءَ جو ٻڻ (2007ع)، (15) انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا (1998ع)، (16) ماڻهو ۽ ماڻهپو(1999ع)، (17) شعور (2004ع)، (18) ڌرتي منهنجو گهر(2009ع)، (19) سنڌ، حڪمران، ايم ڪيو ايم ۽ سنڌي عوام (2006ع). ان کان سواءِ لا تعداد مقالا، مضمون ۽ ٻيا ڪتاب پڻ موجود آهن. ڊاڪٽر محبت جي وفات کان پوءِ سندس ويجهن دوستن ۽ شاگردن، سندس ياد ۾، "ڪيرٽر سائنس اڪيڊمي" جو نالو تبديل ڪري 'ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي' نالو رکيو. هن اڪيڊميءَ پاران هر سال "محبت ٻرڙو اوارڊ" ڏنا ويندا آهن.

**ٻُرڙي:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي لکيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ٻرڙي'، 'جمعو ڳوٺ'، 'علي نواز جاڳيراڻي'، 'الهداد جاڳيراڻي' ۽ 'غلام اڪبر جاڳيراڻي'.

**ٻُرڪِلو:** مڇيءَ جو هڪ قسم، جنهن جون مُڇون ڊگهيون ٿين: وات هميشہ ڦاٽل ۽ اکيون سايون هونديون اٿس. هيءَ مڇي دڳن ۾ گهڻي ٿيندي آهي، جنهن کي پيل، شڪاري ۽ سامي کائيندا آهن.

**ٻرندڙ جبل:** (ڏسو: 'آتش فشان')

**ٻُرڙو** / White-eyed Pochard, Ferruginious Duck /*Aythya nyroca*: بدڪ جو قسم. 40 سينٽي ميٽر جسامت واري هيءَ بدڪ پري کان ڪاري نظر ايندي آهي. هن بدڪ جا نر مادي لڳ ڀڳ هڪجهڙا ٿين ٿا، پر نَر وڌيڪ چمڪدار هوندو آهي. هن جي سِسي گهري ناسي ۽ پٺي چمڪدار ڪارسري سائي هوندي آهي. ڇاتيءَ جو رنگ ناسي ۽ پيٽ اڇو ٿئي ٿو. اها ٻُٽي بدڪ



جو مثالي نمونو آهي، جيڪا پاڻيءَ ۾ اندر ٿي اندر ترندي ۽ سنهيون ۽ ڊگهيون مڇيون کائيندي آهي. ٻرڙو بدڪ پنڌ جي شلي نہ آهي ڇو تہ ان جون ٽنگون جسم ۾ ڪافي پوئتي هونديون آهن. اڪثر ڍنڍن تي پوکن ويجهو چر تي ڏسبي آهي. هي پکي افزائش نسل ڪشمير ۾ ڪندو آهي ۽ سياري ۾ هندستان جي اترين ۽ مرڪزي علائقن ۾ پکڙجي ويندو آهي. هن بدڪ جي نَر جي اکي اک ۾ ڪاري پُتلي هوندي آهي جڏهن تہ ماديءَ جي اک اڇي ڪونہ ٿئي.

**ٻُرڙو (وڏو)** / Greater Scaup/ Aythya marila: بدڪ جو هڪ قسم. 51 سينٽي ميٽر جسامت واري هيءَ بدڪ رنگن ۾ شوخ يا گهڻي رنگ برنگي نہ آهي. نر جي سِسي سائي ۽ ماديءَ جي ڪاري ڏسبي آهي. انهن گهرن رنگن ۾ انهن جون ڪاري ماڻڪيءَ واريون چمڪدار پيليون اکيون نهايت واضح ٿين ٿيون، شايد انڪري ئي هن بدڪ جو نالو ٻُرڙو پيو آهي. هي سياري جو مهمان پکي آهي. ان جون هم نسل ٻيون بدڪون هي آهن: ٻُرڙو (*Aythya nyroca*) ۽ رونهارو (Aythya Fuligula) آهن. اهڙيون ئي اکيون ٻرڙي (Aythya nyroca) ۽ رونهاري جون بہ هونديون آهن. هيءَ ٻُرڙو بدڪ رونهاري کان وڌيڪ وڏي، نرم، قِلقلهي هوندي آهي. مٿي جي گولائي وڌيڪ نمايان اٿس، ۽ رونهاري وانگر چوٽي ڪونہ ٿئيس.

هن جنس جي نَر جا مٿيان کنب سرمائي ۽ انهن ۾ ڪاريون لهرون هونديون آهن. پويون ۽ پيچ وارو حصو ڪارو اٿس. ماديءَ جي منهن تي ويڪرو اڇو چٽو ٿئي ٿو، جيڪو ٻچي جي منهن تي ايترو گهٽو نہ هوندو آهي. چهنب وڏي ويڪري ۽ ڪاري ٿئيس ٿي، جنهن جي نوڪ تي رونهاري جي پيٽ ۾ ننڍي ۽ ڪاري سخت ڇيڙي ٿئي ٿي.

هيءَ بدڪ اڪثر خاموش رهندي آهي، سواءِ ان وقت جي جڏهن پنهنجي نمائش ڪندي هجي. ڍنڍن، تلائن، ۽ تانگهي پاڻيءَ ۾ (جتي گاهہ گهٽو هجي) اچي ٿي. سامونڊي يا ٻاڙين ڍنڍن تي بہ لهي ٿي. اپڪنڊ ۾ آگسٽ کان مئي تائين ڏسبي آهي. خوراڪ جي ڳولا ۾، سطح تي ترندي مناسب خوراڪ نہ مليس تہ اڪثر ٽٻي هڻي بہ خوراڪ هٿ ڪندي آهي. مضبوط تيراڪ آهي. تانگهي پاڻيءَ ۾ تڙڳي ۽ ٽٻڙڪي ٿي، ڪنهن ڪنهن مهل مٿو بہ ٻوڙيندي ويندي آهي. طبيعت ۾ ٿاهڙ ۽ ويڙهاڪ بدڪ آهي. ڏينهن جو لڪي آرام ڪندي آهي ۽ رات جو خوراڪ ڳوليندي آهي.

**ٻَرو:** گاهہ جو هڪ قسم، جيڪو تر ۾ نرم واريا سين پٽن جي لاهہ واريءَ زمين تي ٿيندو آهي. گاهہ جو هيءَ قسم چار فوٽ کن ڊگهو ٿئي ٿو، جنهن جو سنگ ڦاڪدار ٿئي ۽ منجهس ان ٿئي ٿو. هن گاهہ جا پن ٻاجهريءَ جهڙا پر سنها هوندا آهن. هن جي وچين ڏانڊي ڳاڙهي رنگ جي ٿيندي آهي. هن گاهہ جي ان کي پيهي مارو ماڻهو ماني پچائي کائيندا آهن. جنهن جو رنگ ڳاڙهن چانورن جي مانيءَ جهڙو ٿيندو آهي. ڍڳيون، مينهون ۽ گهوڙا هن گاهہ کي جام کائين ٿا.

**ٻِرون:** هڪ قسم جو آبي (دريائي) جانور، هيءَ ڪاري رنگ جو، ڪونهٽ جهڙو ٿئي ۽ سنڌس چرٻي ٻيڙين جي مک لاءِ ڪم اچي ٿي. هن کي 'ٻلهڻ' بہ چوندا آهن.

**ٻرهاڙو:** Little Egret / Egretta garzetta: ٻگهه پکيءَ جو قسم. 62 سينٽي ميٽر جسامت واري هن ٻگهه جا پيا سنڌي نالا ٻرڙو ۽ ٻرهڙو به آهن. ان جا نر ۽ مادي هڪجهڙا ٿيندا آهن. سڄو اڇو ٿئي ٿو.



نوڪدار ڪاري مضبوط چهنب ۽ ٽنگون به ڪاريون ٿينس ٿيون. هن جا پير هيدا آهن. مٿي ڪان اڇن ڪنين جي چوٽي ڪنڌ تي پئي لڙڪندي اٿس. هن ٻگهه جي اک ڪاري ٿئي ٿي. لڳ جي مند ۾ هن جا ڪنپ سهڻا ٿي ويندا آهن. ان جو نسل ڪجهه گهٽيو آهي ته به ننڍين ٽولين ۾ ڍنڍن، ڍٻن ۽ تلائن تي مڇي، جيت ۽ ڏيڏر جهليندي ڏسبو آهي. ٽانگهي پاڻيءَ ۾ هلندي هلندي اهي ڪنهن ڪنهن مهل زور زور سان ٽاڦوڙا هڻندا آهن. شايد ايئن شڪار کي پريشان ڪرڻ لاءِ ڪندا آهن.

ٻرهاڙي جي اڏار آهستي ٿئي ٿي. اهو هوريان هوريان پَر ڦڙڪائي سڌو اڏامندو آهي ۽ اڏار مهل منڍي ڪلهي سان ملائي ڇڏيندو آهي. آکيرو، پاڻيءَ جي ڪنڌين تي ڪالونيءَ جي صورت ۾ ٺاهيندو آهي. لڳ جي مُند ۾ پَر ڪنديري سهڻي رقص ۽ پنهنجي سونهن سان ماديءَ کي مائل ڪندو آهي.

**ٻرهاڙو²**: ڍانڊي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ٻَرهالَ/ ٻَرهَلَ**: هڪ قسم جي بيماري، جنهن ۾ تِلي وڌي ويندي آهي. (ڏسو جَلندَرَ).

**ٻرهام**: هڪ ذات جو نالو. جيڪي حيدرآباد شهر جي پرسان ديهه "ٻرهام" ۾ آباد آهن.

**ٻرهام²**: ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هينيان ڳوٺ آهن: ڳوٺ ميرمحمد شاهه، 'محمد بخش ٻرهام'، 'صالح ٻاگهل'، 'ڪولهي ڳوٺ' ۽ 'بشير ڪولاچي'.

**ٻرهاٽي**: تعلقي ٽنڊي محمد خان، ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻرهاٽي'، 'ٻڙدي'، 'پتاشو ٻڙدي' ۽ 'ڪڙلي شريف'.

**ٻَرهون**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 'ٻرهون'، 'لعل بخش لاشاري'، 'ٻچل هگورو'، 'شير پاٽوجو'، 'مير غلام شاهه'، 'غازي خان'، 'حاجي غلام حسين'، 'ميوو فقير سنجراڻي' ۽ 'الهڏنو جُهلڻ' ڳوٺ شامل آهن.

**ٻَرهي**: اهو کير، جيڪو ڄڻيو مال ويامڻ بعد ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين ڏينهن ڏئي. جيڪو ڪاڙهڻ سان ڦيڏر ٿي پوندو آهي. ان ۾ ننڍا ڦوٽا ۽ ڪنڌ وجهي ڪاڙهي استعمال ڪيو ويندو آهي. ڊراڙ اهو کير ڪچوئي ٻي ڇڏيندا آهن. جو چون ٿا ته طاقت وارو ٿيندو آهي. 'ٻرهيءَ' جو اچار ڪٿي ڪٿي 'ٻڙهي' ڪيو ويندو آهي. (پهرئين ڏينهن واري کير کي 'پُس' چئبو آهي. وڌيڪ ڏسو 'پس')

**ٻَري**: جُوئر يا ٻاجهر جي اَنَ جا ٿُهَ. ٻهر جي وڻ جا پَن، جيڪي مال جي چاري ۾ ڪم اچن.

**ٻريا رنگ رتول** (ڪتاب): هي ڪرائون سائيز جي 132 صفحن تي مشتمل ڪتاب، مزاحمتي شاعر افضل قادريءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. جيڪو 'ٻريا رنگ رتول' پبليڪيشن، لاڙڪاڻي پاران 8 مئي 1977ع تي ڇاپي پڌرو ڪيو ويو هو. هن ڪتاب تي "سون تي سهاڳ" عنوان سان نالي واري ڪهاڻيڪار سليم ڪورائيءَ جو مهاڳ لکيل آهي. ڪتاب ۾ وايون، غزل، ترائيل، سانيٽ، ڏيڍ، لوڪ گيت، نظم، آزاد نظم شامل آهن. ڪتاب جو پيش لفظ منظور بلوچ لکيو آهي.

**ٻري جن ٻاري** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪميونسٽ، شاعر ۽ هاري اڳواڻ باقر سنائيءَ جي شخصيت ۽ سندس سياسي، سماجي ۽ علمي خدمتن بابت سندس سائين جي مضمونن تي ٻڌل آهي. ڪتاب ۾ هڪ مضمون باقر سنائيءَ جي آتم ڪهاڻي جو ڪجهه حصو آهي. جڏهن ته مختلف سياسي ۽ نظرياتي معاملن تي لکيل سندس ڍاڪو ڪن مضمون به شامل آهن. هن ڪتاب مان 1930ع کان اڳتي وارن سالن ۾ سنڌ جي ٻهراڙين جي سماجي ۽ سياسي حالتن جي ڄاڻ ملي ٿي ۽ اهو پڻ سبق ملي ٿو ته تڏهن هاري ڪارڪن ۽ سماج ۾ تبديلي آڻيندڙ ڪيئن ۽ ڪيڏي جرئت سان ڪم ڪندا هئا. هي ڪتاب جيتوڻيڪ باقر سنائيءَ بابت لکيل آهي، پر ان ۾ هڪ پوري دور ۽ نظرياتي تنظيم جي تاريخ جون جهلڪيون پڻ ملن ٿيون. 152 صفحن تي ٻڌل جُلد ڪچي سان هي ڪتاب بخاري اڪيڊمي، حيدرآباد 2003ع ۾ ڇپايو ۽ ان جي قيمت 60 رپيا ڄاڻايل آهي.




**ٻري جن ٻاري²** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامياري اديب ۽ دانشور شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صحافتي، علمي ۽ ادبي خدمتن تي، ڊاڪٽر خان محمد پنهور جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ پنهور صاحب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي شخصيت کي تمام نرالي ۽ سلوڻي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1995ع ۾ ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 258 صفحا آهن ۽ قيمت 95 رپيا لکيل آهي.




**ٻري جن ٻاري³** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد موسيٰ ڀُٽي جي لکيل مضمونن جو مجموعو آهي. هي ڪتاب جديد دور جي پس منظر ۾ حق ۽ سچ جي مشاهدي جي موضوع تي لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ مذهب، نفسيات ۽ جديد سوچ بابت سنا مضمون لکيل آهن. هي ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊمي (ٽرسٽ) حيدرآباد طرفان جولاءِ 1996ع ۾ ڇپيو آهي. 212 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيه آهي.

**ٻُرُو**: ڪپهه يا اَن جو ڦَهو ڪَن ۾ وڌل عطر جو ٻُرُو. اک يا نڪ وغيره ۾ وجهڻ لاءِ دوا جو قطرو. کير ڄمائڻ لاءِ ڏڌ يا ڏوَنري جو ذرو (سنياڻ). مُنڊيءَ يا ڪنهن ٻه ڳهه جو ننگ، ٽِڪو/ ٽِڪو.

**ٻَرُهه**: آويءَ جي سوراخن کي ڍڪڻ لاءِ ٺڪر جو گول ٽاڪو. جنهن کي "ڪٺاهه" به چون. ڪنڀارڪي اصطلاح ۾ ٽانون پچائڻ وقت ڪاشيءَ جي سرن يا ٽانون پچائڻ لاءِ ڪوريءَ جي مٿان منهن کي بند ڪرڻ لاءِ ٺڪر مان ٺهيل ٽالهه.

**ٻُڙي**: ٺڪو نقطو ٻڙيءَ جي جاميٽريءَ ۽ رياضيءَ ۾ ڪا به قيمت ڪانهي، پر انگن جي اڳيان يا پويان اچي مُلهه وڌائي ۽ گهٽائي ٿي. مثال طور:

مُلهه وڌائڻ = 10 = ڏهه

مُلهه گهٽائڻ = 0.1 = ڏهين ڀَتي.

**ٻُستان:** تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻستان'، 'راجا فارم'، 'قاضي سلطان' ۽ 'حاجي صديق کپري'.

**ٻَڦو:** هيءَ هڪ بيماري آهي، جيڪا مٿي جي وارن ۾ خشڪي پيدا ٿيڻ ڪري ٿيندي آهي. مٿي کي کنهي کنهي کل جا ڇِتڙ لهي ويندا آهن ۽ کل جا اڇا ذرا لهڻ شروع ٿيندا آهن. انگريزيءَ ۾ ان کي dandruff چوندا آهن.

**ٻُڪ:** ٻنهي هٿن کي پاڻ ۾ ملائي، پيالي جي صورت ۾ ٺاهڻ. (دعا گهرڻ)، ٿانءَ نه هئڻ جي حالت ۾ هٿن سان ٻڪ ٺاهي پاڻي پيئڻ وغيره. ان اٽي وغيره جي مٺڻ جو ماڻ (مثال طور هڪ ٻڪ، ٻه ٻڪ وغيره). "ٻُڪ پاڻيءَ ۾ ٻڏي مرڻ" هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مطلب ڪنهن کي غلط ڪم ڪرڻ تي ننڌڻ هوندو آهي.

**ٻَڪَرَ:** ٻَڪَرَ تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ 'گبولن جو ڳوٺ'، 'محمد سليمان ڏاهري'، 'صادق مري' ۽ 'خالق ڏنگئين' جا ڳوٺ آباد آهن.

**ٻَڪَر:** عام گهرو چوپايو جانور، ان جي ماديءَ کي ٻکري چئبوآهي. (وڌيڪ تفصيل ڏسو: "ٻَڪري")

**ٻڪرارُ:** ٻڪريون چاريندڙ ڌراڙ، جيڪو صبح سان ٻڪريون ڪاهي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ وٺي وڃي ۽ شام جو موٽي کين گهر يا واڙ تي وٺي اچي. ٻڪرار مال جي چارائيءَ جو محنتاڻو مهيني سر وٺندو آهي.

**ٻُکر کٽونبڙي:** عمرڪوٽ کان رتنور روڊ تي ڳوٺ پوج راجيو کان 8 ڪلوميٽر ٻاهر لوير ۾ هڪ پٽ واقع آهي، جنهن کي "ٻکر کٽونبڙي" چيو وڃي ٿو. کٽونبڙي ان ڪري چئجي ٿو جو ان جا پاسا ڪٽيل معلوم ٿين ٿا. هن پٽ جي اهميت هيءَ آهي ته 65-1830ع وارن سالن ۾ هتي سميجن ۽ سرائي ڏاڙيلن ۾ مقابلو ٿيو اتي مهرو لالاڻي نالي هڪ نوجوان، عورت جي ويس ۾ مخالفن ۾ ٻاکر کٽو وجهي ڇڏيو ۽ کين ڪاٽڻ شروع ڪيو ان ڪري هن پٽ تي نالو ٻکر کٽونبڙي پيو.

**ٻَکر والُ:** اتر اوڀر کان آيل مينهن، جيڪو گجگوڙ ۽ ڪنوڻ سان اچي ۽ گهڻيءَ دير تائين وسي. دراصل اهو مينهن جهڪ ۽ واچوڙي سان گڏ ايندو آهي ۽ اهڙو ته تيز رفتار هوندو آهي، جو مال کي واڙي ۾ بند ڪرڻ جي وٿي ئي ڪا نه ملندي آهي. ٻکر وال يا ٻکراڙ ڪنوڻ، اتر اوڀر کان ايندڙ تيز ۽ گجگوڙ سان ايندڙ مينهن سان گڏ تيز ڪنوڻ کي چئبو آهي.

**ٻکري:** عام گهرو چوپايو جانور، جيڪو سڄيءَ دنيا ۾ ٿيندو آهي. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته موهن جي دڙي ۽ هڙپا تهذيب جي دور ۾ به ٻڪريون پالبيون هيون ۽ اها ئي اتان جي ماڻهن جي دولت هئي. ان وقت به ماڻهو ٻڪرين جو گوشت کائيندا ۽ کير پيئندا هئا ۽ انهن جي کلن سان پنهنجو جسم ڍڪيندا هئا. ان کان سواءِ ٻکري کاڌ خوراڪ جي لحاظ سان گهٽ خرچ وارو جانور آهي. سنڌ ۾ ٻڪرين جا گهڻا نسل



آهن. جن مان ٻَريون، ڪمريون ۽ پٽوليون مشهور آهن. ٻڪريون عام طرح سرءُ (15 سيپٽمبر کان 30 آڪٽوبر تائين) جي موسم ۾ ۽ بهار (15 فيبروري کان 31 مارچ) جي موسم ۾ لڳ جهلينديون آهن.

ٻڪريءَ جي نر کي 'ٻکر' چوندا آهن ۽ ٻکريءَ جي مادي ٻچي کي 'ڇيلي' يا 'ليلي' ۽ نر ٻچي کي 'ليلو' يا 'ڇيلو' چوندا آهن. جابلو ٻکري فقط کير ڏيڻ لاءِ ڌاربي آهي. نسل وڌائڻ (لڳ ڪرائڻ) لاءِ بيهاريل نر ٻکر کي "ٽير" چوندا آهن. سنڌ جي ڪوهستاني علائقي ۾ ٻکريءَ کي 'ائي' به چون. "پهون" لفظ به ٻکرين لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

ٻکري روزانو 5 کان 7 ڪلو چارو کائيندي آهي، جيڪڏهن ٻاهر چاري مان ڍؤ ڪري ايندي آهي ته واڙ ۾ کاڌي جي رڙ ڪا نه ڪندي. ٻکريءَ جي کلن جو واپار اسان جي ملڪ ۾ گهڻي انداز ۾ ٿيندو آهي. کل لاهڻ وقت خبرداري نه ڪبي ته کل ۾ ٽڪا (وِڌ) اچي ويندا، جنهنڪري کل جي قيمت گهٽجي ويندي. ٻکريءَ جو قد 75 سينٽي ميٽر کن ٿيندو آهي. ان جي جسم جي ڊيگهه 90 سينٽي ميٽرن کان 150 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي. ٻکر، ٻکريءَ کان وڏو قداور ٿئي ٿو ٻنهي جنسن جو پيچ ننڍو ٿئي ٿو ۽ ٻنهي کي سڱ به هوندا آهن. ڪن ٻکرين کي سڱ ڪو نه ٿيندا آهن، جن کي "ٺوڙهيون" يا "موڏيون" سڏبو آهي. ٻکرين جو عام کاڌو سائو گاهه آهي، ٻکريون مختلف رنگن جون هونديون آهن ۽ گهڻو ڪري جتي ڪٿي جام آهن، پر جبل ۽ ٿر ۾ ٻکرين جو تعداد تمام گهڻو آهي. حڪيمن جي زبان ۾ ٻکريءَ جي طبي خاصيت اها آهي جو ان جو گوشت، رت، دل ۽ دماغ کي قوت ڏئي ٿو. چوندا آهن ته جسم جو ڪو به عضوو چيچجي پوي ته ٻاڪرو گوشت گرم ڪري، انهيءَ هنڌ ٻڌبو ته عضوو ڳنڍجي ويندو. ۽ جي ٻکريءَ جا وار ساڙي، تيل ۾ گڏي، گنج ۽ چرند وار جي جاءِ تي هڻبا ته وار ڄمندا ۽ پِتي کي پاڻيءَ ۽ ماکيءَ ۾ ملائي موڪن تي لڳائبو ته ڪجهه وقت آرام اچي ويندو. ٻکرين جا ڪجهه قسم هي آهن:

**ونگاٺيون:** هي رنگ جون ڪاريون ٿين، جن جا ڪن هٿ جيترا ڪنڍا ۽ وريل، ٻوٿ اڇو ۽ ڪن به اڇا ٿين. هنن ۾ ڏاس تمام سنهي ۽ ٿوري ٿئي.

**ماڪڙيون:** هي پوري (ڪکي پوري، يعني ڇٽي رنگ جون نه) رنگ جون ٿين، جن جا ڪن، ڪنڌ ۽ ٻوٿ ناسي يا ڪاري رنگ جا ٿين ٿا.

**ٻَريون:** هي اڇيون ٿين، جن جا ڪن ننڍا ۽ اُڀا ٿين ٿا.

**ٻُڪڙ:** پٽ جي مهڙ واري يا اڳئين پاسي جي ٻي پٽ يا دڙو اچي گڏجي ته اُتي ڪنڌ واري هيٺاهين لاهه واري ڀاڱي کي "ٻُڪڙ" چئبو آهي.

**ٻُڪلِ:** رئي يا چادر پائڻ جو هڪ نمونو. جنهن ۾ پوتيءَ سان پهريائين مٿو ڍڪي، پوءِ ڇاتيءَ کان ورائي ڪلهي تي آڻي، پلئه پويان لاڙي ڇڏجي، پوتي ڍڪڻ جي انهيءَ نموني کي ٻکل يا "ٻکر" چوندا آهن. سياري ۾ مائرون ٻارن کي اجرڪ جي ٻُکل ٻڌنديون آهن، جنهن کي "ٻوڪي" به چئبو آهي.

**ٻُڪُنُ:** هڪ قسم جي ٻوٽي، جيڪا پسارڪي وکر طور ڪم ايندي آهي ۽ حڪيمن وٽ بيمارين ۾ ڪم اچي ٿي. هريڙي جي جنس مان هڪ قسم جو ٻوٽو جيڪو ول وانگر پکڙجي، ٻکن گاهه جو هڪ قسم آهي، جيڪو ڪلرائي ۽ سيلابي زمين تي ٿيندو آهي. هن جا پن ننڍا ۽ ٿلها ٿيندا آهن. شڪل ۾ پنري گاهه جو ڀاءُ چوندا اٿس. اٺ ۽ ٻکريون ان کي چاهه سان کائينديون آهن. ٻکن قدرتي طور طبي خاصيتن سان ڀڻ مالا مال آهي. حڪيمن چواڻي ڪيترين ئي بيمارين جي علاج خاطر دوا طور ان جا پن ۽ سموري ٻوٽي استعمال ڪندا اهن. هن ٻوٽيءَ کي جيڪڏهن چباڙيو وڃي ته نڪ وهي پوندو آهي، شايد الرجي ڪري ٿي. ان مان مٺي جهڙي بوءِ ايندي آهي.

هيءَ ٻوٽي اڪثر درياهن جي ڪنارن تي به ٿيندي آهي، ان جا پن ڏگها هوندا آهن، جنهن جو سنهو حصو ڏانڊيءَ طرف هوندو آهي. پن ٻن پاسن کان ڏگها ۽ نوڪدار هوندا آهن. هن جي شاخن مان ڄمونءَ رنگ جا گل نڪرندا آهن.

**ٻَڪِي:** ان لپ، جا واري سان جنڊ ۾ پيهڻ لاءِ وجهبي آهي. شاديءَ جي تياريءَ جو هڪ موقعو (جنهن ۾ سهاڳڻيون جنڊ ۾ واري واري سان ان جي ٻکي وجهي پيهنديون آهن). شاديءَ کان اڳ گهوٽيتن ۾ "ٻکي وجهڻ" جي رسم ٿئي، جيڪا شاديءَ کان ايڪيهه، پندرهن، ست، پنج يا ٽي ڏينهن اڳ ٿئي.

عموماً شاديءَ کان پندرهن ڏينهن اڳ اها رسم ادا ڪئي ويندي آهي، ڪن هنڌن تي شاديءَ کان مهينو يا ٻه مهينا اڳ ۾ ٻڪي وجهن. پر جيئن ته ٻڪيءَ کان پوءِ گهوٽيتن ۾ روز رات جو خوشيءَ جي مجلس ٿئي، جنهن ۾ زالون ڳيچ ڳائين ۽ ڪجهه نه ڪجهه خرچ پکو به ڪن. تنهنڪري گهوٽيتا پهچ سارو ٻڪيءَ ۽ شاديءَ جي تاريخ ۾ وٿي وجهندا آهن: يعني شاديءَ جي تاريخ سا ڳڏ ٻڪيءَ جي تاريخ به نروار ڪري ڇڏيندا آهن. ٻڪي ڏينهن جي ٽئين پهر يا سج لٿي مهل وجهن. ان ڏينهن تي گهوٽيتا پنهنجن عزيزن کان سواءِ ڳوٺ يا راڄ جون زالون به سڏ ڏئي گهرائين. ٻڪي وجهڻ جو ساٺ هن ريت ڪندا آهن:

گهوٽيتن جون ست سهاڳڻيون "اکريءَ يا ننگهه" جي چوڌير راڱو ڏئي، ان تي داءَ جا ست ليڪا ڪڍن، ان بعد اکري يا "ننگهه" ۾ پنج پاٽيون ڪورن چانورن جون ۽ ست ٻتا جوڙا (يعني 14) ڪارڪون وجهي، چٽيل مهرين سان چانور چڙين ۽ انهن مان ڪارڪون چونڊين، يا وري گهوٽ جي گهر جي جنڊ ۾ ست سهاڳڻيون، چانورن جون ست ٻڪيون وجهي، جنڊ کي چار سبتا ۽ ٽي ابتا ڦيرا ڏئي اٿن. ٻڪيءَ جي رسم هلندي گهوٽيتن کي رنگ به هڻن.

**ٻڪ:** پاڪر هڪڙو چاتيءَ وارو، ٻيو جيلهه ۾ پاڪر چاتيءَ وارو پاڪر پيار جو، قرب جو. پر جيلهه وارو پاڪر خاص ڪري ملهه وڙهڻ يا زور آزمائيءَ وارو هوندو آهي، جتي ٻڪ زور آزمائيءَ وارو يا زور سان جهلڻ وارو هوندو آهي.

**ٻگرو:** گاهه جو هڪ قسم. ٿر ۾ هيءُ ٻوٽو هر هنڌ ٿئي ٿو پر نرم زمين ۾ گهڻو ٿيندو آهي. مريڙي ۽ للر کان گهڻو پکڙيل ٿيندو آهي. ان جي ڏانڊي اڇي رنگ جي پر ڦيڪي ٿئي ٿي. منجهس اڇي رنگ جا وٽندڙ گل ٿيندا آهن، جن مان ڦريون ڦٽي نڪرنديون آهن. پن ۾ پنج ڦاڪون ٿينديون اٿس. ان ۾ سائي رنگ جون ڦريون به ٿين، جيڪي پچڻ بعد ناسي رنگ جون ٿين ٿيون. جن جي پاڄي، ٿري ماڻهو شوق سان کائيندا آهن. اٺ، هن ٻوٽي کي چاهه سان کائيندو آهي ۽ ٻيو چوپايو مال به کائي ٿو.



**ٻگرو²:** تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻڳئي/ ٻڳهي:** هڪ قسم جي زهريلي مک، جيڪا جانورن (گهوڙي، گڏهه، ڪُتي) کي چنبڙندي آهي. گهڻو ڪري هن کي ڪُتي - مک چوندا آهن.

**ٻگهه، (عام ٻگهه)** Cattle Egret / Bubulcus ibis: هن ٻگهه جا نر مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. ننڍي ۽ مضبوط ڳچيءَ، مضبوط هيڊي ۽ ڏگهي چهنب اٿس. عام طور تي ميداني ڊنڊن، تلائن ۽ ڍُنن تي ننڍا جيت ۽ جانور ڳوليندو وتندو آهي يا اڪثر مال، ڍڳين ۽ مينهن جي ڌڻ سان يا انهن تي سوار نظر ايندو آهي. ٻگهه انهن جانورن تان مکيون يا انهن جي هلڻ سان زمين تي پيرن ۽ مٽيءَ مان پريشان ٿي نڪتل جيت چونڊي پيو کائيندو آهي.



ٻگهه ڪٿي پاڻيءَ وٽ گڏجي ڪنهن وڻ تي آرام ڪندا آهن. انهن جو آکيرو وڻ تي ٽانگهي ٻيالي جهڙو ڪاٺڙين ۽ تيلين جو ٺهيل هوندو آهي. هي پکي سڄي دنيا جي گرم خطن ۾ (صحرائي علائقن کانسواءِ) لٿي ٿو ميدانن ۽ ننڍن جبلن يا ٽڪرين ۾ جتي به پاڻيءَ ۾ مڇي يا ٻي آبي مخلوق ۽ جيت جڻا هجن، اتي به موجود هوندو آهي. هونئن، پاڻيءَ تائين محدود نه آهي، ڪيڙيل زمينن ۾ به جيت ڳوليندو رهي ٿو مقامي پکي آهي، لڏ پلاڻ نٿو ڪري. لڳ جي مند ۾ پَرن جو رنگ بدلجي هلڪو هيڊو ٿي ويندو اٿس. ٻگهه جا ڪجهه قسم هيٺ ڏجن ٿا:

**چور پائي** Great Bittern / Botaurus stellaris: 70 کان 80 سينٽي ميٽر جسامت وارو هي پکي ٻگهه جو قسم آهي پر ان جون عادتون مختلف آهن. ان جا نر مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. 'چور پائي' جو رنگ هلڪو بادامي ٿئي ٿو جنهن تي سونهري ناسي دڙڳ هوندا آهن. مٿو ۽ ڪياڙي ڪاري اٿس، ڳچي اڇڙي، چاتيءَ تي به گهرا ناسي دڙڳ هوندا اٿس. ٽنگون هيڊيون ۽ چهنب به ڏگهي ۽ پيلي اٿس، جيڪا خطري مهل مٿي ڪري بيهندو آهي. عام طور تي گپرائن هوڙن ۾ يا ڍنڍن اندر بيٺل گاهه ۾ لڪل هوندو آهي. اڪثر اڏامڻ مهل ڏسبو آهي. هي يوريشيائي پکي آهي ۽ اپڪنڊ ۾ سياري جو مهمان آهي.

سدائين خاموش هوندو آهي، ان جي ٻولي تمام ٿورن ماڻهن ٻڌي هوندي. چون ٿا ته ان جو آواز ڪجهه ايئن آهي، جيئن ڪنهن بوتل جي منهن تي ڦوڪ ڏيڻ سان خاص آواز ٿيندو آهي. هن پکيءَ جو نالو ان جي خاموشي ۽ لڪل رهڻ جي عادت سان پوريءَ طرح ٺهڪي ٿو.

**ڪُڪي** Pond Heron (Paddybird) / Ardeola grayii: 45 سينٽي ميٽر جسامت واري هن پکيءَ جا نرمادي هڪجهڙا ٿين ٿا. سياري ۾ پٺي ميٽوڙي ناسي، مٿي ۽ ڳچيءَ تي اخروٽي لينگها، پيٽ ۽ پچ اڇو ٿئيس ٿو. لڳ جي مند ۾ مٿو ۽ ڳچي هلڪي هيڊي ٿي ويندي اٿس ؛ پٺيءَ جو رنگ پچ تائين ڪٽئي ۽ ڪنبُ ڊگها ٿي ويندا اٿس.



هن پکيءَ جي چهنب به ٻين ٻگهن وانگر مضبوط ۽ ڏگهي ٿيندي آهي. اکيون هيڊيون ۽ ماٽڪي ڪاري ٿيندي اٿس. هي تمام عام ٻگهه آهي، هر تلاءَ تي ڏسبو آهي. ۽ ميري گدلي حالت ۾ کُٻ ڪڍيو بيٺو هوندو آهي.

هي ٻگهه طبيعت ۾ ڊڄڻو نه آهي، صبر سان خاموش ويهي مڇيءَ يا ڏيڏر جو انتظار پيو ڪندو آهي. اڪثر اڪيلو هوندو آهي، پر آرام مهل ٻين سان گڏجي ويهندو آهي. 1700 ميٽرن جي اوچائي تائين ملي سگهي ٿو.

**ڪُڪڙاٽ،ٽنبو** Black-Crowned Night-Heron /Nycticorax nycticorax: 60 کان 65 سينٽي ميٽر (26 انچ) قدبت واري هن ٻگهه ڪٽنب جا نرماد هڪجهڙا ٿين ٿا ۽ لڳ پڳ سڄي ڏاکڻي دنيا ۾ ٿئي ٿو ان جي پٺي گهري سرمائي نيري ۽ هيٺيون حصو اڇو ٿئي ٿو ڪنڌ وٽ ٻن ڪنين جي سنهي چوٽي اٿس. اکيون ڳاڙهيون، چهنب مضبوط ۽ ڏگهي ۽ قد ننڍو ٿئيس.



ڪُڪڙاٽ رات جي وقت ۾ ڍنڍين ۽ چَر تي شڪار ڪندو آهي ۽ سڄو ڏينهن روشنيءَ جي وقت ۾ پاڻ جهڙن ٻين پکين سان آرام ڪندو آهي. اهو پکي مڇيون، ڏيڏر، جيت ۽ ڪڏهن پکين جا چوزا به کائيندو آهي. ان جو آواز گهري چيخ جهڙو ٿيندو آهي.

ان جو آکيرو وڻ يا ٻوڙن تي ڪاٺڙين جي ٿلهي جهڙو ٿئي ٿو ننڍي

ڪُڪڙن جا ڪنب ناسي ٿين ٿا. اڏامڻ مهل وڏي ڪانءَ جهڙو "ڪان.....ڪان" آواز ڪندو آهي. ڪُڪڙن جي پَرن جي پکيڙ 110-105 س.م، وزن 550 کان 700 گرام ٿئي ٿي. مڇي، ڏيڏر ۽ جيت کائي ٿو. مادي ٽن کان پنج هلڪا نيرا آنا ڏئي ٿي.

**ٻُگهہَ**: دادو ضلعي جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ ڪوسن جا 9 ڳوٺ آباد آهن: 'حيدر ڪوسو'، 'محمد ڪوسو'، 'ٻچل ڪوسو'، 'ڪالو ڪوسو'، 'هوندو ڪوسو' 'ساجن ڪوسو'، 'ٻهاول ڪوسو'، 'صحبت ڪوسو' ۽ 'فيروز ڪوسو'.

**ٻُگهدار**: ڊومڪي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. رندن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻگهدار" آهي. اصل لفظ ٻگدار (بلوچي زبان ۾) آهي جنهن جي معنيٰ آهي اٺن چارڻ وارو جت. مختلف قبيلن جا ماڻهو جيڪي اٺ چاريندا هئا. تن کي "ٻگهدار- ٻگدار" چيو ويندو آهي.

**ٻُگهيا**: هڪ ذات جو نالو. جيڪا سڄي سنڌ ۾ آباد آهي. ٻگهيا، نواب شاهہ ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ جام رهن ٿا، جتي سندن ڪيترا ڳوٺ آباد آهن. نوابشاهہ جي ٻُگهين مان شاعر ۽ ڪهاڻيڪار قمر شهباز ۽ بشير احمد ٻگهيو مشهور ٿا. هي ميربحرن جي هڪ نک آهن.

**ٻگهيو، عزيز الرحمان، ڊاڪٽر**: عزيز الرحمان ضلعي لاڙڪاڻي، لڳ موهن جي دڙي ڳوٺ ڪاراڻيءَ ۾ 28 فيبروري 1931ع ۾ هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. ست درجا ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهڻ کان پوءِ 1945ع ۾ لاڙڪاڻي



ويو. جتي 1952ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. 1956ع ۾ سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج مان بي. اي ۽ 1956ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان عربيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. پڙهائيءَ دوران سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ مضمون لکندو رهيو ۽ پڙهائيءَ جي خرچ پوري ڪرڻ لاءِ "نئين سنڌ"، "مهراڻ" ۽ "نواءِ سنڌ" روزاني اخبارن ۾ بہ ڪم ڪيائين مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جي همت افزائيءَ سبب ماهوار "نئين زندگيءَ" ۾ لکندو رهيو. ادبي دنيا ۾ مرحوم شمس العلماءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي کان گهڻو متاثر هو. پاڻ حڪومت پاڪستان جي انفرميشن ڊپارٽمينٽ ۾ هئڻ سبب "سنڌي صحافت جي ارتقا ۽ تاريخ" مقالو لکي سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايچ ڊي جي سَند ورتائين. سندس مقالو ڪتابي صورت ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ 1988ع ۾ ڇپايو.

**ٻگهيو، محمد قاسم، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيي پهرين جنوري 1954ع تي باڊهہ، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو مراد



علي ٻگهيو آهي. پرائمري تعليم باڊهہ مان، سيڪنڊري تعليم لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻي مان بي. اي ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سنڌي ادب) ڪيائين 1978ع ۾ ايل ايل بي ڪري بعد ۾ ايم. اي (صحافت) جي ڊگري بہ حاصل ڪيائين. 1977ع ۾ ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. جتان اڳتي هلي سنڌي شعبي جو چيئرمئن بہ بڻيو. ڊاڪٽر قاسم ٻگهيي 1994ع ۾ ايسيڪس يونيورسٽيءَ (Essex University) (انگلينڊ) مان پي. ايچ. ڊي ڪئي. سندس مقالي جو عنوان هو "شهري ۽ ٻهراڙيءَ جي سنڌي ٻوليءَ جو سماجي لسانياتي تقابلي مطالعو". هن وقت هُو سنڌ يونيورسٽي جي فيڪلٽي آف آرٽس جو ڊين آهي. ان کان اڳ آگسٽ 2001ع کان فيبروري 2005ع تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽي جو چيئرمئن بہ رهي چڪو آهي.

سندس لکيل ۽ سهيڙيل ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي: 1. 'مرزا قليچ بيگ' (سنڌالاجيءَ پاران 1988ع ۾ ٻارن لاءِ تيار ڪيل ڪتابڇو)، 2. 'مقالا' (1988ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ٿيل ڪانفرنس جا سهيڙيل مقالا)، 3.'نرتي تند نياز سين' (لطيفات جي موضوع تي ترتيب ڏنل مقالا: 1988ع)، 4. 'ڪلچرل هيريٽيج آف سنڌ' (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ ترتيب ڏنل)، 5. سنڌي ٻولي لسانيات کان سماجي لسانيات تائين' (1998ع). ان کان علاوه هن ٻوليءَ، سماجي لسانيات ۽ ٻين موضوعن تي ڪيترا مضمون ۽ مقالا لکي شايع ڪرايا آهن هن گڏريل ٻن سالن کان شيخ اياز بابت يونيورسٽيءَ ۾ ڪانفرنسون ڪرايون آهن. ان موقعي تي پڙهيل مقالن جا ڪتاب بہ ڇپايا اٿس. ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو هن وقت سنڌ يونيورسٽي پاران قائم ٿيل مرزا قليچ بيگ چيئر جو ڊائريڪٽر پڻ آهي، پاڻ ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

**ٻُلَ**: کير ڏهائيندڙ چوپائي مال کي کير لاهڻ لاءِ سار ۾ ڏنل ڦُوڪَ. ڪنهن سبب چوپائي مال کي ڇرڪ پوندو آهي يا ٿاهہ کائيندو آهي تہ پوءِ کير نہ لاهيندو آهي تہ پوءِ ڀاڳيا "ٻُلَ ڏيڻ" جو حيلو ڪندا آهن، جيڪو ڦوڪ ۽ هٿ ٻنهي طريقن سان ٿيندو آهي.

**ٻلاري ڪوٽ**: ٻلاري ڪوٽ ڪڇ جي رڻ جي سرحد وٽ رهمڪي بازار جي لڳ، ونگي رستي تي آهي. ابن حوقل جي نقشي ۾ هي ڪوٽ ڏيکاريل آهي. ۽ اوائلي ڪوٽن مان آهي. ميرن جي وقت ۾ مير شيرمحمد هن جي مرمت ڪرائي هئي جو سندس آخري سرحد تي هو. انگريزن جي دور تائين ڪي قدر سلامت هو. جاڙيجن ۽ بلوچن گڏجي هن تي قبضو ڪيو هو. ٻلاري ڪوٽ زبون حالت ۾ هڪ ڳوٺڙي جي صورت ۾ تعلقي ڏيپلي ۾ اڄ بہ موجود آهي.

**ٻلالَ**: هڪ ذات جو نالو.

**ٻلال**[2]: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'گل سٽيو'، 'عمر خاصخيلي'، 'ميرو ڪليري'، 'غلام رسول سانگري'، 'محمد حسن سٽيو'، 'فال موري' ۽ 'ٻلال ڳوٺ'. ٻلال ڳوٺ جي آبادي بہ سؤ کن آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻلديو گاجرا**: سنڌي ٻوليءَ جو مشهور اديب، شاعر ۽ نقاد ٻلديو تارا چند گاجرا، تخلص "گمنام"، 9 سيپٽمبر 1909ع ڌاري شڪارپور ۾ ڄائو. هن کي



شاگرديءَ واري زماني کان ئي علم ادب سان دلچسپي هئي. 1947ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ هو بمبئيءَ لڏي ويو. آزاديءَ جي تحريڪ ۾ 1930ع ۽ 1942ع جي وچ ۾ ٽي سال جيل پڻ ويو. ڀارت ۾ "ڀارت واسي" اخبار جو 1953ع کان 1991ع تائين ايڊيٽر ٿيو. سندس تصنيفن ۾ "گمنام صدا"(1954ع)، "ڦول ۽ ترانا" (1956ع)، "ادبي تنقيد" (1984ع)، "جنگي ترانا ۽ متفرق گيت"، "آزاديءَ جي يڌ ۾ سنڌ جو ڀاڱ" ۽ "شاعر تہ بيوس" وغيره شامل آهن. هن ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ تي تنقيدي رايا لکيا ۽ ساڳئي نالي سان ڪتاب بہ شايع ڪيو. هن جي ڪتاب "آزاديءَ جي يڌ ۾ سنڌ جو ڀاڱ" ڪتاب جو انگريزيءَ ۾ ترجمو (1984ع، 1986ع) پڻ شايع ٿي چڪو آهي، ان کان سواءِ مهاتما گانڌيءَ جي سو ساله سالگرهہ تي هن "گانڌي گرنٿ"(1972ع) شايع ڪيو. هن کي ادبي

صحافتي خدمتن تي "سنڌي شريمن" (1991ع) ۽ ٻيا ڪيترا اوارڊ پڻ مليا. هي سنڌي ٻولي، ساهتيہ ۽ ڪلا وڪاس سڀا، آل انڊيا سنڌي ڪانگريس مينس فورم، مهاراشٽر ساهتيہ اڪيڊمي وغيره سان بہ لاڳاپيل رهيو هو 1991ع ۾ وفات ڪري ويو.

**ٻلديو گرمکسنگهہ گهنشاڻي:** ٻلديو گهنشاڻي، اداڪار، هدايتڪار، جادوگر ۽ ليکڪ آهي، جيڪو 16 مئي 1958ع تي ڄائو. اداڪار طور چار ناٽڪ ڪيائين. هدايتڪار طور اٺن ناٽڪن ۾ حصو ورتائين. جڏهن تہ اسٽيج تي ٻہ ڀاڱا ملهايائين. هن وقت بنگلي نمبر 94، قوزي ڪاٽ، ڪبيرنگر، احمد آباد (انڊيا) ۾ رهندڙ آهي.

**ٻلديو مٽلاڻي:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب، استاد ۽ محقق ٻلديو مٽلاڻي، لاڙڪاڻي جي هڪ زميندار گهراڻي ۾، بختراءِ مٽلاڻيءَ جي گهر ۾ 24 ڊسمبر 1952ع



تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان اسيءَ واري ڏهاڪي ۾ سنڌي ادب ۾ ايم. اي امتيازي نمبرن سان ڪئي. ان کانسواءِ هو ايم. اي (ايڪانامڪس)، ايل ايل بي، D.H.E، ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي آهي. سندس چوڻ موجب 1980ع واري ڏهاڪي ۾ لاڙڪاڻي ۾ ڌاڙيلن جي آزار ۽ اغوائن جي وارداتن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچررشپ جي انتخاب دوران اختيار ڪيل روش سبب هيءُ پنهنجي ڪتب سميت ڀارت لڏي ويو.

هو پهرين ممبئيءَ جي 'جئہ هند' ڪاليج ۾ 1981ع کان 1994ع تائين ليڪچرار ۽ پوءِ اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو. بعد ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ۽ سنڌي شعبي جو چيئرمين ٿيو. هن سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعر سچل سرمست جي فڪر ۽ فن تي تحقيقي مقالو لکي پي.ايڇ.ڊي ڪئي. هن جئہ هند ڪاليج بمبئيءَ ۾ ڪيترين انٽر ڪاليجئيٽ سنڌي ناٽڪ چٽاڀيٽين ڪرايون ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ ڪيترا انٽرنيشنل سنڌي سيمينار ڪرايا، جنهن ۾ سنڌ مان ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر فهميده حسين، آغا سليم ۽ امر جليل کان سواءِ ٻين ڪيترن عالمن ۽ اديبن کي گهرايائين. هن ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جا بنيادي ڪورس، سنڌيءَ جو سرٽيفڪيٽ، ۽ سنڌيءَ ۾ ڊپلوما شروع ڪرايا. ڀاڻ مهاراشٽر رياست جي سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر بہ رهيو آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل ۽ ترتيب ڏنل آهن، جن ۾ (1). سچل جون واديون (1991ع)، (2). فن تحقيق ۽ ان جا اصول (1997ع)، (3). سنڌي لوڪ ادب (ترتيب 1998ع)، (4). (Sindhi Medieval Literature 1998ع)، (5). شاهہ ۽ سچل جو تقابلي ابياس (2003ع)، (6). اڳ نہ ڏٺو ڪڏهن (سفرنامو 2004ع) شامل آهن. جن مان "سچل جون واديون" ۽ "فن تحقيق ۽ ان جا اصول" ڪتاب سنڌ ۾ بہ ڇپجي چڪا آهن. پويون ڪتاب ڊاڪٽر عبدالستار دلوي، اردو شعبي ممبئيءَ جي چيئرمئن جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن جو ٻيو ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ٻلديو مٽلاڻيءَ ڪيترا اوارڊ ۽ ميڊل پڻ کٽيا آهن، جن ۾:

الهاس ننگر روٽري ڪلب پاران "ووڪيشنل ايڪسيلينٽ اوارڊ" سلور ميڊل (1997ع) ۽ تعريفي سَند (2001ع) ممبئي يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر پاران غير معمولي خدمتن جي عيوض حاصل ڪيائين. ان کان سواءِ ڪيس 'فن تحقيق ۽ ان جا اصول' ڪتاب تي 2000ع ۾ حڪومت هند جي ايڇ.آر. ڊي وزارت پاران ترجمي جو ساهتيہ اڪيڊمي انعام مليو.

هو هن وقت ممبئي يونيورسٽي جي سنڌي شعبي جو چيئرمئن آهي ۽ هن وقت انڌيري، (ويسٽ) ممبئيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**ٻلديو نندلال ڪالرو:** شاعر، ليکڪ، هدايتڪار ۽ ڳائڪ ٻلديو نندلال 13 فيبروري 1957ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. ٽن ناٽڪن ۾ اداڪاري ڪيائين. ڪيترائي گيت ڪمپوز ڪري ڳايائين. جڏهن تہ ڪيترائي انعام پڻ مليس. هن وقت ڪنياڪٽين، ممبئي ۾ رهائش پذير آهي.

**ٻلگهائي:** هيءَ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'مير حاجي ڪبير'، 'محمد حسن هَڪڙو'، 'مير حاجي غلام محمد'، 'محمد صالح لغاري'، 'بروهي آباد'، 'اسلام پور'، 'ڪمون ڪانٽيو'، 'خدابخش لغاري'، 'اڪبر بچاڻي'، 'ڪاٽن فيڪٽري'.

**ٻلو:** شينهن جي خاندان جو جانور. (وڌيڪ ڏسو: ٻلي)

**ٻلو:** ڌاتوءَ مان ٺهيل گول يا چورس نشان، جيڪو ڪنهن يادگار ڪارنامي انجام ڏيڻ تي، آفرين طور پارايو وڃي، ٻلو ڳچيءَ ۾ بہ پارائبو آهي تہ ڇاتيءَ تي بہ لڳندو آهي، حڪومت پاڪستان طرفان سولين ٻلا (تمغا) ڏنا ويندا آهن. جهڙوڪ تمغہ پاڪستان، ستاره امتياز وغيره.

**ٻلها ٻاڙي:** ملهہ جو هڪ انگ، جنهن ۾ آڏو ٽنگ ڏيئي، هٿن جي زور تي مخالف کي پٺن ڀريا پاسي ڀر ڪيرائي سگهبو آهي.

**ٻَلهاري:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڄاڻايل ڏهہ ڳوٺ شامل آهن: 'ٻلهاري'، 'پيارو دل'، 'هيماري'، 'ٻسارٽيون'، 'جرار چنو'، 'ٽڙ عبدالرحيم'، 'ويرمون روپوجت'، 'ڌاتر ڏنو'، 'پرپوجت' ۽ 'الهرکيو دل'.

**ٻِلهاڙو:** هن نالي سان ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهہ آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ اچي وڃن ٿا: 'ٽنڊو شهداد'، 'ماڳ شيرمحمد چانڊيو'، 'محمود آباد'، ۽ 'آچر خان چانڊيو'.

**ٻلهاڙو/ ٻيلهاڙو:** 'ملهہ' وانگر سنڌ جي رانديگرن جي هڪ مشهور راند. جنهن ۾ مخالف ٽولين جا بہ پهلوان ساڳئي وقت هڪ ٻئي سان زورآوري ڪن، جن مان هڪ جهلي ۽ ٻيو ڇڏائي.

**ٻُلهاڻي:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻلهڻ:** ٻلهڻ ڳوٺ (۽ پڻ ديهہ) جو نالو. جيڪو سيوهڻ کان 7 ميل اولهہ طرف منڇر جي ڪناري تي آهي. چچ نامي جي لکت مان گمان نڪري ٿو تہ هن ڳوٺ جو اصل سنڌي نالو "بندهان" هجي ۽ منڇر جي ڪنهن قديم بند سبب انهيءَ بستي تي اهو نالو پيو هجي، يا ممڪن آهي تہ اهو نالو اصل ۾ ٻنڌاڻ هجي.

**ٻِلهَڻ**[2]: ٻن درياهن يا ٻن واهن جي وچ وارو زمين جو ٽڪر.

**ٻُلهڻ**[3] :Indus blind Dolphin / Platanista gangetica minor ٻلهڻ حياتياتي ڪٽنب (family) جي لحاظ کان Platanistidae ۽ حياتياتي ترتيب (order) جي لحاظ کان Cetacea سان تعلق رکي ٿي، جيڪو وهيل، ويس، ويلڙو، مالار، هِر ۽ ٻلهڻ (Whales, porpoises and dolphins) جو طبقو آهي.

ٻلهڻ کي درياهہ جي اونهي ۽ لُڙاٽيل پاڻيءَ کان سواءِ ٻي ڪٿي بہ پناهہ نہ ٿي ملي. سنڌو درياهہ ۾ ٻلهڻ تي حياتيءَ جا ڏينهن ان وقت کان تنگ ٿيڻ شروع ٿيا جڏهن سنڌوءَ تي 1930 ڌاري سکر بئراج پيو. ان کان اڳ ٻلهڻ سنڌو ڊيلٽا کان ڪشمير جي جبلن جي پاڙ تائين هر هنڌ ڏِسبي هئي. ان کان پوءِ، جڏهن غلام محمد بئراج، گڊو بئراج، چشمہ، تؤنسہ ۽ جناح بئراج پيا تہ ٻلهڻ درياهہ جي مختلف حصن يعني، هر ٻن بئراجن جي وچ ۾ قيد ٿي وئي. وڏندڙ

زراعت لاءِ درياھ مان ڪڇندڙ پاڻيءَ سبب جلد ئي پاڻيءَ جي کوٽ پيدا ٿي وئي. نتيجي ۾ سکر بئراج کان هيٺ ٻلهڻ جو نسل بلڪل ختم ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته سال جو گهڻو حصو سنڌوءَ جو پيٽ بلڪل خشڪ ٿي پئي ويو.

ٻلهڻ جي عادت آهي ته اها چوماسي يا مينهوڳيءَ ۾ اوپاري ويندي آهي ۽ جڏهن پاڻي لهندو آهي ته گهري پاڻيءَ ڏانهن (بئراج جي ذخيرن) ۾ موٽي ايندي آهي. ٻلهڻ ڪوشش ڪندي آهي ته اها درياھ جي سڀ کان اونهي پاڻيءَ ۾ هجي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڊورين، واهن ۽ شاخن ۾ به ڦاسي پوندي آهي، جنهنڪري مري به پوندي آهي. ڪجھ وقت اڳ تائين سنڌ جا مهاڻا ان کي شڪار ڪري، ان جي چربي ٻيڙين جي مَک لاءِ استعمال ڪندا هئا. هاڻي شعور ملڻ کان پوءِ ايئن نٿا ڪن.

هن وقت ٻلهڻ جو نسل سنڌوءَ جي ٽن حصن ۾ قيد آهي، سن 2001ع ۾ WWF جي هڪ اڀياس موجب سکر کان گڊوءَ جي وچ ۾ سراسري طرح هر ڪلوميٽر ۾ 3.6، گڊوءَ کان تؤنسه جي وچ ۾ 0.74 ۽ تؤنسه کان چشمه جي وچ ۾ 0.28 ڏاڻا موجود هئا. ان ريت اُن وقت ٻلهڻ جي ڪل آبادي 1100 مس هئي. درياھ جي ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندڙ ماحولياتي حالتن سبب ٻلهڻ سخت ترين خطري ۾ آهي. ان ريت دنيا ۾ درياهي جيوت جو هي سڀ کان ناياب نسل نابوديءَ جي لسٽ ۾ دنيا ۾ ٻئي نمبر تي آهي. جهنگلي جيوت کاتو ۽ ڊبليو ڊبليو ايف پاڪستان ٻلهڻ جو نسل بچائڻ لاءِ ڪافي تدبيرون هلائي رهيا آهن، پر درياھ ۾ پاڻي آڻڻ سندن وس ۾ نه آهي، انڪري سندن تدبيرون ناڪام ٿينديون نظر اچن ٿيون.

ٻلهڻ هندستان جي گنگا ۽ انهن جي پرتي ڪندڙ ندين ۾ به رهي ٿي، جنهن کي "گنگائي ٻلهڻ" چئي سگهجي ٿو. هندستان ۾ ٻلهڻ کي سسو (Susu) چوندا آهن. ان جو هنديءَ نالو 'سُو سُو' آهي، جيڪو ان جي ساهه کڻڻ جي آواز 'سُو سُو' تان ورتو ويو آهي. سائنسدانن گنگائي ٻلهڻ کي Platanista gangtica gangentica نالو ڏنو آهي. اهو نسل هندستان ۾ به خطري ۾ آهي.

ٻلهڻ شڪل شبيھ ۾ مڇيءَ جهڙي ئي ٿئي ٿي. جنهن جو وات سيسر وانگر ڊگهي چهنب جهڙو ٿئي ٿو. پيشاني اڀي ۽ لاهيدار ٿي. ان جو پيٽ گول ۽ جسم ٿوپرو ٿئي ٿو. پٺيءَ جو ڦنگ نه هئڻ برابر ۽ ڇيلھ جو ڪُٻ ڪافي نمايان هوندو اٿس. پاسن جا ڦنگ وڏا ٿيندا اٿس. ھ ڦاڪوپيچ ڪافي ويڪرو ۽ پڪڙيل هوندو اٿس. جنهن جي مدد سان پاڻيءَ ۾ تري ٿي.

ٻلهڻ جون اکيون تمام ننڍڙيون، سنهي سوراخ جهڙيون ٿين ٿيون. انهن ۾ تارا ڪونه ٿين، انڪري ان کي "انڌي ٻلهڻ" (blind dolphin) به چوندا آهن. ان هوندي به هيءَ مخلوق اکين سان اونداهي ۽ روشنيءَ جو فرق محسوس ڪري سگهندي آهي. اکين کان محروميءَ سبب هن ۾ آوازي حِسن (sound sensors) يا (echolocation) ذريعي پنهنجو رستو ۽ شڪار مثال: مڇي، جهينگو يا درياھ جي تري ۾ موجود ٻيو ڪجھ ڳولي وٺندي آهي، اها ڪُميون ۽ شايد پکي به کائي ٿي. تري ۾ کوٽهڙي لاءِ چهنب ۽ ڦنگ استعمال ڪري ٿي.

ٻلهڻ جي هڪ ٻي به عجيب عادت آهي، اها پاسيري ترندي آهي، انڪري ڪڏهن ته اها تمام تانگهي يعني، فقط 30 سينٽي ميٽر (هڪ فٽ) پاڻيءَ ۾ به هلي ويندي آهي. عام طور تي ٻلهڻ درياھ جي تري کان پاڻيءَ جي سطح تائين لڳاتار گولائيءَ ۾ چڪر هڻندي رهندي آهي. ان کي تقريباً 30 کان 60 سيڪنڊن بعد جڏهن تازي آڪسيجن جي ضرورت پوندي آهي ته اها سطح تي اڀرندي آهي ۽ مٿي چڪر هڻي، هوا کڻندي آهي، پوءِ 90 ڊگرين جو ڦيرو کائي وري تري ۾ هلي ويندي آهي. پاسيري تيراڪيءَ جو هي نمونو سنڌو ٻلهڻ کان سواءِ گنگائي ٻلهڻ ۾ به آهي. انهن کان سواءِ دنيا جي ڪنهن به ٻي ڊالفن جي اهڙي عادت نه آهي. ٻلهڻ 24 ڪلاڪ چڪر ڪائيندي رهندي آهي، بظاهر آرام ڪانه ٿي ڪري، ڇو ته هر 30 کان 40 سيڪنڊن بعد پاڻيءَ جي سطح تي اڀرڻ ان جي مجبوري آهي. هر ڀيري پاڻيءَ ۾ ٽٻيءَ کان پوءِ عام طور تي پنهنجو رخ بدلائي ويندي آهي. عام طور گهٽ رفتار آهي پر خطري جي



احساس مهل درڙي پري تيز به ڊوڙي سگهي ٿي. جيتوڻيڪ بنيادي طرح اڪيلائي پسند آهي، پر انهن جاين تي وڌيڪ نظر ايندي آهي جتي ٻن پاڻين جو سنگم هجي ۽ پاڻيءَ جو وهڪرو نسبتاً سست هجي.

ٻلهڻ کي پُٺيءَ تي هيٺانهون ڪُٻ ٿئي ٿو. رنگ سرمائي ناسي هوندو اٿس، ۽ پيٽ جو رنگ هلڪو، ڪڏهن ڪڏهن گلابي هوندو آهي. ٻلهڻ جو وزن 70 کان 110 ڪلوگرام (155 کان 245 پائونڊ) ٿئي ٿو ۽ قد بت ۾ وڌ ۾ وڌ 2.5 ميٽر (8.2 فٽ) ٿئي ٿي. مادي جسامت ۾ نَر کان وڌيڪ هوندي آهي. ان جو ٻچو ڪير ڏائي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ايئن به ڏٺو ويو آهي ته ٻلهڻ پنهنجو ٻچو ڪنڌ يا پٺيءَ تي کڻي مٿي پاڻيءَ جي سطح تي به ايندي آهي.

ٻلهڻ 6 کان 10 سالن ۾ بالغ ٿئي ٿي، 10 کان 11 مهينا پيٽ سان هجي ٿي ۽ سال ۾ ڪنهن به وقت ٻچو ڏئي سگهي ٿي پر ڊسمبر کان جنوري ۽ مارچ کان مئي تائين ان جي افزائش جي عروج جا ڏينهن آهن. ٻچن ۾ وقفو ٻن سالن جو ڪري ٿي. ٻلهڻ جي عمر لڳ ڀڳ 30 سال هوندي آهي. ٻلهڻ جو ٻچو 70 کان 90 سينٽي ميٽر (28 کان 35 انچ) ٿئي ٿو. بالغ ٿيڻ مهل 1.5 کان 2.5 ميٽر جي بالغ ٻلهڻ جي روزاني خوراڪ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلو آهي ۽ ٻچو سال کن ماءُ جو کير ڏائي ٿو.

ٻلهڻ جي چهنب سيسر (واڳوءَ جي هڪ قسم) جهڙي ٿئي ٿي، جيڪو سنڌو ۽ گنگا ندين جي آبي نظام ۾ موجود آهي. ٻلهڻ جي چهنب ان جي جسم جي 1/5 حصي جيتري ٿي سگهي ٿي. ماديءَ جي چهنب نر کان ڊگهي ٿئي ٿي، جنهن ۾ ان جا اڳيان ڊگها ۽ تکا ڏند ان وقت به نظر ايندا آهن، جڏهن وات بند هوندو اٿس.

گنگا ۽ سنڌو ماڙيون اڄ کان 50 هزار سال اڳ تائين سمنڊ هيٺ هيون ۽ هماليائي ندين جي سيني ندين جو جوڙ انهن ماڙين مٿان پکڙيل سمنڊ ۾

تيندو هو. ان ڪري اهو پاڻي گهڻ کارو ۽ ٻاڙو رهيو هوندو. ان تانگهي سمنڊ ۾ وهيل ۽ ڊولفن جا ڪي قسم موجود هئا. وقت سان سمنڊ پوئتي هٽندو ويو ۽ سنڌو گنگا ماٿريون مٺي پاڻيءَ سان ڀرجنديون ويون. ان جاگرافيائيءَ تبديليءَ دوران ڊالفن جو هڪ قسم Platanista انهن پاڻين جو عادي ٿي ويو ۽ هوريان هوريان ان ماحول ۾ پوريءَ طرح ٺهي ويو. درياهي پاڻين جي لٽ سبب ان جون اکيون ڏسڻ جي صلاحيت کان قاصر ٿي ويون. ان دوران، قدرتي اصولن تحت هن مماليہ ۾ هڪ نئون حِسياتي نظام پيدا ٿيو. اهو نظام آوازي لهرن جي ذريعي شڪار ڳولڻ هو. دنيا جي ٻين ڪنڊن ۾ ڊالفن جي ڪن نمونن سان ساڳي صورتحال پيش آئي ۽ انهن ۾ بہ لڳ ڀڳ ساڳيون تبديليون آيون. هن قسم جون ڪل پنج ڊالفن دنيا ۾ آهن، جيڪي ايشيا ۽ ڏکڻ آفريڪا جي ميرانجهڙي پاڻيءَ وارين ندين ۾ رهن ٿيون.



**بِلهَڻ[4]**: ڳئون يا مينهن جي کير پيئندڙ ڦر جي ٻوٿ تي ٻڌل سنهي نوڪ واري بہ چانگي نندي ڪاٺي، جيڪا ان کي کير پيئڻ کان روڪي.

**بِلهَڻ[5]**: ملهہ جو هڪ انگ ۽ "ڪانءِ ٻلاٽي".

**بِلهِٽي**: ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڇهہ ڳوٺ شامل آهن: 'بلهِٽي'، 'ڪارو ڇِڇڻ' (ماڪوڙو)'، 'سلطان مهر'، 'بخشو ڇِڇڻ'، 'قيصر ڇِڇڻ' ۽ 'ڀُريو مهر'.

**ٻُلهياري**: تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻَلهيدو**: تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻلي**: ٻيڙي جي پڳهہ ٻڌڻ لاءِ ناتاري، لوهہ جي گول چنبن واري ڪڙي، جنهن سان ڪوهہ ۾ ڪريل شيون جهڙوڪ ٻاڙدي، ڏول ۽ رسو وغيره ڪڍجن.

**ٻلي[2]**: ٻلي شينهن ۽ چيتي جي نسل سان تعلق رکندڙ گوشت خور، ڪوئا کائيندڙ جانور آهي، هن نسل جي جانورن کي انگريزيءَ ۾ 'فيلڊاءِ فيملي' (Felidea Family) چئبو آهي. فيلڊاءِ ڪٽنب جا سڀ جانور خطرناڪ ۽ خونخوار ٿيندا آهن، انهن مان واحد ٻلي آهي، جنهن کي پالي سگهجي ٿو. ٻليءَ جي حس نهايت تيز ٿي ٿئي. ٻلين ۾ ڪيترائي قسم ٿين ٿا. ٻليون پنهنجي خوبصورتيءَ جي لحاظ کان ڏاڍيون سهڻيون ٿين ٿيون. ايراني ٻلين جا وار وڏا ٿيندا آهن، ان کان سواءِ برما جي مقدس ٻليءَ ۽ ٿبيٽي ٻلين جا وار پڻ قدرتي



وڏا ٿين ٿا. ننڍن وارن وارين ٻلين ۾ مينڪس، سيامي ۽ ابيسينائي (حبشي) اڇي وِجن ٿيون. سنڌ جي ٻلي ڪاري، اڇي ۽ ڳاڙهي رنگ جي ٿيندي آهي، ان جا وار ننڍا هوندا آهن.

خيرپور رياست جي ٽالپر حڪمرانن وٽ خاص ايراني نسل جون ٻليون هونديون هيون، جن جو پيشاب خوشبوءِ وارو هوندو هو انهيءَ ڪري انهن ٻلين کي "مشڪ ٻليون" سڏيندا هئا. ٻليءَ تي گهڻيون چوڻيون ٺهيل آهن، جيئن چوندا آهن تہ "ٻلي ست ڪوئا کائي، هلي آهي حج تي" ۽ "ٻليءَ کي خواب ۾ ڇيڇڙا".
ٻلي ڪوئن جو شڪار شوق سان ڪندي آهي. جيڪڏهن ننڍڙو پکي (جهرڪي يا ڪڪڙ جو ٻچو وغيره) وجهہ ۾ آيس تہ جهڙپ هڻي ڪٽي ويندي. ٻليءَ جو نر "ٻلو" ٿيندو آهي پر پاڻ ۾ گڏ ڪين رهن. فقط "لڳ" جي وقت پاڻ ۾ گڏجن. ٻلي هڪڙي ئي واري ۾ وڌ ۾ وڌ پنج ڇهہ ٻچا ڏيندي آهي، جن کي "ٻلونگڙا" چئبو آهي. ٻلونگڙن جون اکيون بند هونديون آهن ۽ ڇهن ستن ڏينهن کان پوءِ سندن اکيون کلنديون آهن. چوڻي آهي تہ ٻلي جيستائين پنهنجن ٻچن کي ست گهر نہ گهمائيندي، تيستائين ٻچا اکيون ڪين کوليندا. ليڪن ٻلي پنهنجن ٻچن کي ستن گهرن ۾ رڳو حفاظت جي خاطر گهمائيندي آهي، جو ٻلو نر ٻچن کي کائي ويندو آهي. جڏهن ٻچا چڱيءَ طرح اکيون کوليندا آهن، تڏهن ٻلي کين پاڻ سان شڪار ڪرڻ سيکاريندي آهي. پاليل ٻلي ماڻهوءَ سان ڏاڍو پيار ڪندي آهي "ڪُون ڪُون" ڪري وار ايا ڪري، پنهنجي محبت جو اظهار ڪندي آهي ۽ مالڪ سان گڏ هنڌ تي سمهي رهندي آهي.

**ٻِلي[3]، بوئيجا ٽرائيگوناٽا/** *Boiga trigonata* / Common Indian Cat Snake:
هڪ بلا. گجراتيءَ ۾ هن بلا کي 'ڪَوڙيو سانپ' چون ٿا. هن مهل تائين وڏي ۾ وڏي بلا 965 ملي ميٽر رڪارڊ ڪئي وئي آهي. مادي نَر جي ڀيٽ ۾ وڏي ٿيندي آهي جيڪا 1170 ملي ميٽر رڪارڊ ٿي آهي. هي ننڍڙيون بلائون وڻن تي



رهنديون آهن، رات باش ٿين ٿيون. پکي، آنا، ڪِرڙيون ۽ جيت جڻا انهن جي خوراڪ آهي. وڻن تي ٽارين ۾ پنن اندر لڪي ويهنديون آهن. انهن جو رنگ وڻن جي ٽارين جهڙو ڀورو ۽ ڇِٽن وارو ٿئي ٿو. جنهنڪري اکين کان اوجهل رهن ٿيون. هي بلائون خطري وقت زوردار حملو ڪنديون آهن ۽ بلڪل غير زهريليون آهن.

بوئيجا ٽرائيگوناٽا جو جسم هلڪو ڀورو پاسن کان هلڪو ميٽائون ٿي ويندو آهي. پُڇيءَ طرف 40 کان 50 هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ڪنارين واريون آڏيون ترڇيون پٽيون هونديون اٿس، جيڪي جسم جي اڳئين حصي ۾ نمايان ۽ پوئتي گهڻ نمايان ٿينديون وڃن ٿيون. پيٽ ميٽائون اڇو هوندو اٿس، جنهن تي گهري ڀوري ۽ ڪاري رنگ جا ننڍا چِٽ ٿين ٿا. مٿي تي بہ ساڳي نموني جا نشان اٿس.

بوئيجا بلائن جو مٿو ويڪرو ۽ ڳچيءَ کان ڪافي نمايان ٿئي ٿو. وڏيون اکيون، اک جي پُتلي عمودي ۽ سنهي هئڻ ڪري ٻليءَ جي اکين جهڙي لڳندي آهي. ان ئي نسبت سان هن نانگ کي 'Cat Snake' چوندا آهن. ان جو جسم ٻنهي پاسن کان چپٽرو ٿئي ٿو. ڇلر مستطيل جهڙا ڊگها. پڇيءَ تي ڇلرن جي قطار وڏن ڇلرن تي مشتمل آهي. اهي 3 کان 11 آنا مئي کان جُون ۾ وڻن جي پورن ۾ ڏينديون آهن. جون ۽ جولاءِ ۾ ٻچا ڦُٽندا آهن.

بوئيجا ٽرائيگوناٽا بنگلا ديش کان سري لنڪا هندستان پاڪستان ۽ ڪيسپين سمنڊ تائين پکڙيل آهي.

**ٻَلياڙ**: سنڌو نديءَ جي اڳئين وهڪري جي هڪ شاخ (جنهن ۾ ٻيا ڍورا ۽ واهڙ بہ اچي ڇوڙ ڪندا هئا). شاهہ لطيف جي رسالي ۾ "سر ڏهر" جي بيت جي هڪ سٽ ۾ 'ڍاڳي'، 'ڍور' ۽ 'ٻليار' جا اهڃاڻ ڏنل آهن:

"جڏهن 'ڍاڳي' ۽ 'ڍور'، ٻئي وهن ٻليار ۾"

هن بيت ۾ موجوده ضلعي بدين جي الهندي پاڳي (تعلقي گولاڙچيءَ) ۽ ضلعي ٺٽي جي ايرندي پاڳي (تعلقي ميرپور بٺوري) واري ايراضيءَ جي ماضيءَ جو نيم تاريخي پس منظر سمايل آهي. جڏهن جسوڌڻ آگرو حاڪم

هو. تڏهن درياهه جو وهڪرو پٽيهل ڍوري مان هو. ان سان گڏ ٻيو ڏاگي ڍورو هو ۽ ٻنهي جو پاڻي 'ٻليار' يا 'ٻلياريءَ' ۾ پوندو هو.

**ٻلي ٽِپ**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي ٽاڻي بولاخان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: 'ٻلي ٽِپ'، 'سومرو'، 'ٽنگر ڇٽو'، 'فيض محمد'، 'خميسو'، 'واليءَ ڏنو'، 'پنهون'، 'ولي محمد' صاحب باريجو'، 'پني لڌو'، 'پيارو باريجو'، 'ڇٽو باريجو'، 'علي محمد'، 'مٺارو'، 'اسماعيل'، 'پيرو'، 'اسحاق'، 'قادربخش'، 'عبدالله'، 'ٻاراڻ'، 'عارب'، 'عظيم خان'، 'محمد باريجو'، 'حاجي علي محمد'، 'عرضي باريجو'، 'ڏنو باريجو' ۽ 'ابو خاصخيلي'.

**ٻلي ٽڙي**: ڏاڙهياڙي جبل جي هڪ چوٽيءَ جو نالو. جتي چون ٿا ته منزل ڪندي "هنڊرسن" نالي هڪ انگريز جي ٻلي وڃائجي وئي هئي، جيڪا گهڻي انعام ڏيڻ بعد هٿ آئي. ان تان اهو نالو پيس.

**ٻليءَ جو اسڪول** (ڪتاب): هي ٻاراڻن گيتن (ٻال ڪوتائن) تي مشتمل ڪتاب وِمي سدارنگاڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو وِيا پبليڪيشن، آديپور (ڪڇ) انڊيا مان 1998ع ۾ ڇپيو. هن ڊبل ڪرائون سائيز جي 33 صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ 25 ٻاراڻا گيت شامل آهن ۽ گجرات سنڌي ساهتيه اڪادميءَ جي پبليڪيشن گرانٽ سان ڇپايل آهي ۽ ان جي قيمت 20 رپيا رکيل آهي. مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار لکمي کلاڻي، هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته، "وِمي سدارنگاڻيءَ جي هن 'ٻليءَ جي اسڪول' (ڪتاب) ۾ ننڍڙا ننڍڙا، پيارا پيارا




گلڙا آهن ته سندس من پسند جانور پکي، ٻليون، ڪُتا، باندر، مور، طوطا، ڪبوتر، ڏيڏر به موجود آهن ٻار هنن سان کيڏن ٿا، ڳالهائين ٿا. سندس (وِميءَ جي) تيار ڪيل هن 'ڍزني لئنڊ ۾' اسين وڏڙا به ٿوريءَ دير لاءِ ٻارن لاءِ ٻار ٻڻجي، تاڙيون وڄائي سگهون ٿا. هنن سان گڏ باغيچي ۾ سهڻن پوپٽن جي پٺيان ڊوڙي سگهون ٿا. پينگهه تي لُڏي، گسڪڻ تي گِسڪي، پنهنجو موٽي آيل ٻالپڻ ماڻي سگهون ٿا."

**ٻليداڻي**: هڪ ذات جو نالو. ميهڙ تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ذات جو نالو.

**ٻِنارو**: 'نار' جو هڪ قسم، جنهن ۾ پاڙڇ تي ٻه نيسرون رکيل هجن ۽ پانڌيءَ تي ٻه ماٽيون چاڙهيل هجن. اهو جڻ ته ٻٽو نار ٿيو جنهن ۾ هڪڙي نار کان ٻيڻو پاڻي (ٻن نارن جيترو پاڻي) ٻنيءَ لاءِ ڪڍي سگهبو آهي.

**ٻنيا**: هڪ سماٽ ذات جو نالو. هن ذات جي پٺيان تعلقي سيوهڻ ۾ "ٻنيا" ڳوٺ موجود آهي. نهڙين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٻنيا" (بنييا) آهي. راهواڻي هنن جا عزيز ٿين. ٺٽي ۾ رهندڙ دلن جو پڻ هڪ پاڙو ٻنيا سڏبو آهي.

**ٻنيرو دڙو**: ٻڌ ڌرم جي دور جو هي دڙو نئين ديري- رتي ديري روڊ سان خانواهڻ بس اسٽاپ جي اولهه ۾ لباڻن جي ڳوٺ وٽ آهي. هي دڙو وسيع ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. مجمدار هن دڙي جي کوٽائي به ڪئي. هن کي هن دڙي تان ڪجهه سڪا، مڻيا، زيورن جا ٽڪرا ۽ ٺڪرائو لڌو. مشهور چيني سياح هوتن شيانگ 640ع ڌاري جڏهن ٻڌ ڌرم جا آثار ڏسڻ لاءِ سنڌ پهتو ته هن ٻنيرو دڙو به ڏٺو جو ان وقت وڏي اوج وارو ٻوڏي شهر هو.

**ٻُنيو**: گهر جو لنگهه پوءِ ڪٿي اهو لنگهه لوڙهي جو هجي، ڏاڪائون در هجي يا ڪوٺيءَ يا ڪمري جو هجي، انهيءَ لنگهه کي "ٻنيو" چوندا آهن. مثال طور چوندا ته "ٻنيوئي ڦيرائي ڇڏيائينس" يا "ٻنيوئي ٻئي پاسي ٿي ويو". معنيٰ ته دستوري لنگهه بند ڪري ڇڏيائينس، ڦٽائي ڇڏيائينس وغيره. لطيف سائين چيو آهي ته:

"ٻنيان جن ٻري، ڏونگر سي ڏوريندين".

**ٻُندو**: ڪاٺ جو ٽڪر، جيڪو ٽيڪي جي پٽ ۾ ٻِٽي ٿي ڪم اچي.

**ٻن دوائن جي گفتگو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب گلاب سنگهه ٻجا سنگهه جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 24 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ورهاڱي کان اڳ ڇاپو پهريون، ساڌو جشن مل، مصطفائي پريس، لاهور، مان ڇپايو.

**ٻَنڊِ**: ضلعي مٽياري تعلقي هالا ۽ ضلعي سکر، تعلقي اوٻاوڙي ۾ ديهن جو نالو.

**ٻنڊِ**: بندَ کي به ٻنڊ چئبو آهي. واٽر ڪورس يا ننڍي واهه تي ڪاٺين جي ٺهيل ٻنڊ ٻڌبي آهي.

**ٻنڊڙي مسجد**: اسلامي دور جي هيءَ اڏاوت تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري، ڳوٺ ٻنڊڙي ۾ آهي. مسجد ڪچين سرن ۽ گل گاري سان لنبيل آهي. بعد ۾ ان کي ڪاشيءَ جون سرون هڻي سينگاريو ويو آهي. نئون ڪرايل ڪم به ڪرندو پيو وڃي جو اصل مسجد جا بنياد ڪچا رکيل آهن. مهاڙي ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، هر هڪ پانيل ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. رٿ ۾ مسجد مستطيل آهي. جنهن کي گنبذائين ڇت ڏنل آهي. وچون گنبذ وڏو آهي. ان جي مٿان برجيون اڏيل آهن. برجين مٿان تاج ڏنل آهي. دريون اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٺهيل آهن. اندر اولاهين پٽ خاص ڪري روغني ٽائلن سان سينگاريل آهي.

**ٻنڊڻ**: ٻار لاءِ "تنجڻ" جو ڪپڙو، جنهن کي "ٻنڊڻ" چئجي. ڪي قبيلا ٻار تنجڻ وقت رڳو ڪپڙو استعمال ڪن ته ڪي وري ان سان گڏ ڪپڙي جي ٻه آڱر ويڪري پٽي پڻ استعمال ۾ آڻين. اها پٽي رنگين ڪپڙي جي ٿئي. ۽ هڪ ڇيڙي ۾ ڪپهه ۽ ڪپڙي مان ننڍڙو ڏڙهو ناهي لڳائبو آهي ۽ ان تي موتين، ستارن ۽ لالن جي مڙهت پڻ ڪبي آهي. ڪن تي ٽوئنر پڻ لڳايا ويندا آهن. انهيءَ پٽي کي "برغ" چئبو آهي، اهو خاص ڪري سنڌ ۾ بلوچ قبيلن ۾ عام جام استعمال ٿئي. شاهه صاحب "سر سسئيءَ ۾ فرمايو آهي ته:

"پينگهي منجهه پيام، ٻنڊڻ ٻاروچن جا."

ٻنڊڻ سادا، رنگين، سوٽي، ريشمي ۽ پرت وارا پڻ ٿيندا آهن. اڄ به سنڌ جون عورتون پنهنجن ٻارن کي ڄمڻ کان ڇهن اٺن مهينن تائين ٻنڊڻ سان تنجينديون آهن. ٻنڊڻ کي "تنجڻ" پڻ چئبو آهي. (وڌيڪ ڏسو: 'تنجڻ'.)

**ٻنڊڻ** (ڪتاب): ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب، جيڪو نامياريءَ ليکڪا سُندري اُتمچنداڻيءَ جي ڏهن ڪهاڻين تي مشتمل مجموعي جي صورت ۾ ڇپيل آهي. هن ۾ روزمره جي زندگيءَ جي اُپٽار آهي. هيءَ ڪتاب 1982ع ۾، بمبئيءَ (انڊيا) ۾، نئين دنيا پبلشرز پاران شايع ٿيو آهي.

**ٻنڊڻ ٻاروچن جا** (ڪتاب): هي آتم ڪهاڻيءَ تي مشتمل ڪتاب فقير عبدالغفور السٽيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جو تعليمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي خاڪو پيش ڪيو آهي. 277 صفحن ۽ چار رنگي ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 250 رپيا لکيل آهي، جيڪو 'سچائي اشاعت گهر، دڙو' جي مالڪ يوسف سنڌي، 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



**ٻنڊڻ ۽ نرمان** (ڪتاب): 'ٻنڊڻ ۽ نرمان' برک ڪهاڻيڪار لعل پشپ جي ڪهاڻين جي مجموعي جو نالو آهي، جيڪو هن 1965ع ۾ شايع ڪرايو. سندس ٻيو مجموعو "دائرو" آهي. لعل پشپ، پنهنجي شاهڪار ڪهاڻيءَ "ٻنڊڻ ۽ نرمان" ۾، مجرد ۽ ٻي اولاد ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان نتيجي تي پهتو آهي ته زال ۽ ٻارڙا هڪ طرح سان انساني زندگيءَ جي نظر ۽ ضبط جا اهڃاڻ آهن، جن کان سواءِ زندگي بي مقصد لڳي ٿي.

**ٻنڌڻي/ ٻنڌڙي**: هي دڙو ڏاتو پاهڻي دور/ آمري ڪلچر سان واسطو رکي ٿو. هي ماڳ '26013 اتر ويڪرائي ڦاڪ '67042 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. نئين ٻنڌڙي کان اٽڪل ميل کن ڏکڻ- ڪوهستان ۾ آهي. جابلو زمين جي مٿان موجود هن ماڳ تان ڪمايل ۽ اڻ ڪمايل پٿر ملن ٿا. ٻنڌڻي نئن دڙي کان اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر ڏکڻ - اوڀر ۾ آهي. هتان پٿر جا جهريل پتا ۽ ڪورون ملن ٿيون، جيڪي هن جاءِ ڪي پٿرن جي اوزارن ٺاهڻ جو هنڌ ظاهر ڪن ٿا. پڊن جا نشان ٿوري ٿوري وٿيءَ کان پوءِ وري وري ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻنڌڙي دڙو اٽڪل 10 x 230 x 440 فوٽ ماپ جو آهي. ڪوٽائيءَ وقت اسلامي دور جون قبرون موجود هيون. مجمدار کي 35x40 جي ڪڏي جي ڪوٽائيءَ مان پٿر جي پيڙهن جي رهت ملي. ٺڪراڻو ٻه- رنگي آڪهه جو آهي.ٻنڌڻي کان ٻه ميل اتر طرف هڪ ٽڪري تي لسن پٿرن جي هڪ 55x110 فوٽن جي هڪ اڏاوت ۾ ٻن ڪمرن جا نشان نظر اچن ٿا. جن کي اوير ۾ 6 فوٽ ويڪرا لنگهه هئا. هن اڏاوت ۾ ڪم آيل پٿر اڻپورا گهڙيل ۽ بنا گل اوساريل آهن. پٿر جي ٻارن جي پاسي ۾ ڪيچو (Rubble) پکڙيو پيو آهي. پيتيون 5 فوٽن جي اوچائي تائين بيٺل هيون. ڪمرن ۾ ڪابه ثقافتي وٿ نه ملي. اهڙي قسم جون اڏاوتون ڪوهستان واري ڀاڱي ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي ڏسي سگهجن ٿيون. مجمدار صاحب جي راءِ ۾ اهي اڏاوتون انگريزن جي دور کان اڳ جا مسافرخانا يا قافلہ سراءِ آهن جيڪي ڪراچي ۽ سيوهڻ رستي تي مسافرن جي سهنج لاءِ اڏيل آهن. هنن جي هڪ جهڙي بيهڪ، ويجهڙائي هتان جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن بابت وڌيڪ ڏيان گهري ٿي، جو رني ڪوٽ به ساڳي سلسلي سان آهي. رني ڪوٽ جي چوڌاري ايترا ماڳ به سوچڻ سان تعلق رکن ٿا.

**ٻنڌڻي گبربند**: ضلعي دادو، تعلقي جوهي جي پير گاجي شاهه ٽڪرين سان لڳ، جهانگارن جي پرسان بڊي جبل جي شاخ ۽ لنڊي جبل جي وچ تي ٻنڌڻي نالي گبربند ٺهيل آهي. اهو گبربند اٽڪل هڪ ميل ڊگهو پنجٽيهه فوٽ موڪرو ۽ پندرهن عمق ۾ آهي. هن وقت به گبربند جي مٿين موڪر ڇهن فوٽن کان مٿي آهي. اها ٻن ڪانچن جي صورت ۾ ٺهيل آهي ۽ ڪانچا تري کان ولي مٿي چوٽي تائين پٿرن سان جڙيل (Pitched) آهن. ڪانچن کي مٽي ۽ ننڊن ننڊن پٿرن سان پريو ويو آهي. ڪانچا مختلف ماپن جا آهن. ننڍي ۾ ننڍو ڪانچو ڇهه فٽ ۽ وڏي ۾ وڏو ڪانچو موڪر ۾ ڏهه فوٽ آهي. ٻنڌ جي چوٽي کي پاڻي جي لهرن (Wave Wash) ۽ هوائن جي ڪاٽ کان بچاءَ لاءِ پٿرن جون ٽي ڪانسون (Cornice) ٻڌل آهن. جي هڪ ٻئي جي مٿان ٺهيل آهن. مٿين ڪانس به ويڪر ۾ ڇهن فوٽن کان ڪجهه وڌيڪ موڪري آهي. هيٺين ڪانس پندرنهن فوٽ ۽ وچين ڪانس ڏهه فوٽ ڪن ٿيندي. ٻنڌ مٽي، واري ۽ پٿرائي سان ٺهيل آهي. وقت گذرڻ سان ۽ برساتن ۽ هوائن جي ڪري، ٻنڌڻي گبربند جا ڪي وچان ڪانچا لڙهي ويا آهن. باقي ٻنڌ منڍ، وچ وچ ۾ ۽ پڇاڙي ۾ اڃا تائين چڱي حالت ۾ بيٺي آهي. هن گبربند جو نمونو خاص ڪري ڪانچن ۽ ڪانچن جي وچ ۾ پٿرن جي جڙاوت (Stone pitching) سان اڏاوت جو فن ٻين ٻندن کان مختلف آهي.

**ٻنڌڻي نئن**: "ٻنڌڻي" جي مکيه دڙي کان اوير ڏکڻ طرف ميل کن ٻنڌ تي ٻنڌڻي نئن آهي. ان کي "ٻنڌڻي واهي" به چوندا آهن. هيءَ نئن اڳتي هلي منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿي. اها نئن لڪيءَ واري ٺاڪري علائقي وٽان ڪراچيءَ ڏانهن ويندڙ رستي هيٺان لنگهي ٿي. چشمي جي پاڻيءَ سان هي ٻارهوئي وهندي رهندي آهي ۽ جهانگارا کان ڪراچي ويندڙ پانڌيڙن لاءِ ڏاڍي سک سهنج جو سبب آهي. هن پاڻيءَ جي واهيءَ جي ڪڙ تي ڪراچيءَ ويندڙ رستي جي پاسي سان هڪ ٽڪريءَ تي پٿر جي اوزارن، جهڙوڪ پاسارڻ ۽ مگرين جو ججهو انداز پکڙيل مليو. مشهور آرڪيالاجسٽ اين. جي مجمدار لکيو آهي ته هن اهي سالم پٿر جن جا اوزار ٺهندا هئا، وڏي انگ ۾ ٽڪريءَ جي مٿاڇري تي ڏٺا هئا، ان مان پورو يقين آهي ته هيءَ ايراضي پٿرن مان اوزار ٺاهڻ وارو صنعتي علائقو هئي. اهڙي قسم جا پٿر هن جاءِ تي عام جام ملندا هئا ۽ پٿر مان اوزار ٺاهڻ وارا ڪاريگر به هن ئي علائقي سان واسطو رکندا هئا.

**ٻنڊي**: ضلعي لاڙڪاڻي تعلقي ڏوڪريءَ جو هي ڳوٺ تمام آڳاٽو آباد آهي. لفظ 'ٻنڊي'، حقيقت ۾، درياهه جي ڇڏيل زمين جي ٽڪري کي چئبو آهي. ورهاڱي کان اڳ هن ڳوٺ ۾ هندن جي آبادي وڌيڪ هئي. ماڻهو محنتي ۽ همت پريا هئا، جنهنڪري پوکي راهيءَ ۾ جرجها جوهر جرڪائيندا رهيا. سندن عورتون هنري اعتبار کان سگهڙ، سياڻيون ۽ سيبتيون ليکيبون هيون. خاص ڪري پرت جو ڪم، رليون، سنڌي ٽوپ، ڪجين جي ڀوڻن ۽ تيلين مان تڏا، ٽپڙا، پنڊيون، ڇبيون ۽ دبڪيون وغيره تيار ڪري، شهر ڏانهن اماڻيندڀون هيون. لڏ - پلاڻ کان پوءِ ٻنڊيءَ جا اڪثر رهاڪو وڃي مسلمان رهيا آهن ۽ ڪي ٿورا هندو، پنهنجيءَ زمين خاطر اجا به اتي مقيم آهن. سنڌ جو زميندار، سياستدان، ادب جي حوالي سان ڄاڻ سڃاڻ رکندڙ، ناميارو قانوندان، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي به هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي. هتان جا انب، ٻير، ليما ۽ مڪئيءَ جا سنگ سنڌ ۾ سڪارتا سهنج سڏجن ٿا. ماڻهو مالدار، مخلص ۽ مهمان نواز آهن.

**ٻنڊو**: خيرپور جي پراڻيءَ حد ۾، مير مراد علي خان جي حڪومت وقت، درياهه جي هڪ پتڻ جو نالو.

**ٻنگ**: "سر جو ٻوڙو"، جنهن کي "ڪوڙو سر" يعني ڪُسر پڻ چئجي، سياري جي منڊ ۾ نسرندو آهي ۽ گل جهليندو آهي. انهن گلن ۾ هڪڙا اڇا چانديءَ جهڙا گل ٿين ۽ ٻيا گرڙا چلڪڻا ٿين. اڇن چانديءَ جهڙن گلن کي "ٻنگ" سڏجي ٿو ۽ گرڙن چلڪڻن گلن کي "پاند" چئبو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ عام ۽ ادبي لحاظ کان اهڙيون تشبيهون استعمال ۾ اچن ٿيون، جن ۾ فقط "ٻنگ" آيل آهي. مثال طور: "اڇو جهڙو ٻنگ". ٻنگ جو ٻوهه گڏ ڪري وهاڻن ۾ ڀرجي ٿو، جيڪي نرم ۽ قيمتي ٿين. پاندن بابت لطيف سائينءَ جو بيت آهي:

سر نسريا پاند، اتر لڳا آءَ پرين،
مون تو ڪارڻ ڪانڌ، سهسين سڪائون ڪيون.

**ٻنگ²**: ڪچو گونچ، ڪچو گل، ڪپهه جي ڦٽي (جا اڃا ڦوٽي ۾ هجي).

**ٻنگار¹**: هيءَ هڪ قسم جو ڏاتو آهي، جيڪو جبل جي ڪاٽين مان ڪوٽي ڪڍيو آهي، هن کي شيهو يا قلعي به چئبو آهي. هن مان ٽانو ٺهندا آهن. هن ڏاتوءَ مان حڪيم ڪيترا طبي فائدا ٻڌائين ٿا، جيئن منڊي ٺهرائي پائبي ته دل دماغ کي طاقت ايندي.

**ٻنگار²**: سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي جي ضلعي بدين ۾ سنڌو درياهه جي پراڻ واري وهڪري (ڊوري) تي سومرن جي دور ۾ ٻنگار شهر (باغ جو پتڻ) وڏو واپاري شهر هو. هن شهر جو لکپت بندر سان واپار هلندو هو. ڊوري پراڻ تي ٻيا به ان وقت جا مشهور وڏا واپاري شهر هوندا هئا، جيئن 'ونگو پتڻ'، 'رهمڪي

بازار، 'علي بندر' ۽ 'سنڌڙي' وغيره. جيڪي پوءِ درياهه جي رخ بدلائڻ سبب اجڙي ويا. هن شهر جا آثار، هن وقت بدين ضلعي جي ٽنڊي باگي تعلقي ۾، پنگرڻي شهر کان 7 ميل کن اوڀر طرف آهن. آڳاٽي وقت ۾ ٻنگار جو شهر پراڻ جي ساڄي ڪپ تي هو. جاڙيجن جي جنگ سبب، جڏهن بدامن، ڪاڇي ۾ سلامتي نه ڏٺي، تڏهن اهي پاتار ۽ ونگي واري ايراضي لتاڙي ونگي جي پتڻ وٽان پراڻ ندي پار ڪري، اچي ٻنگار واري ايراضيءَ ۾ رهيا. ان کان پوءِ بدامن واري پرامن ايراضي شڪارين جي ور چڙهي وئي. پري پري کان شڪاري اچڻ لڳا، جن ۾ پارڪر جا شڪاري به شامل هئا. جنهن دور ۾ "ٻنگار" تي "بدامن چنن" جو راڄ هو، ان دور ۾ ٻنگار کان اتر ۾، "ڦرهي" جي پٽ ۾ "سانگي چنن" جي آبادي هئي ۽ تلهار جي قريب وري بدوئا چنا آباد هئا. سانگين جي شهر جا ڪنڊر، ٻنگار جي ڪنڊرن کان 12-13 ميل اتر طرف پراڻ جي ساڄي ڪپ تي آهن. هڪ دفعي پنري جا مخالف ڏوراهين جوءِ جي هاڻن جو وڏو ڪٽڪ وٺي ٻنگار جي شهر تي ڪاهه ڪري آيا. پنري جو پياءُ گل ۽ ان جا ساٿي ڪين سامهان ٿيا، پر هاڻن جي وڏي ڪٽڪ سان پڄي نه سگهيا. مقابلو هلندي ڦل، پنري ڏانهن نياپو موڪليو ته :

اچ گــهرجيــن تــون، بــداماڻي پــنــرا
مٽان اچي مون، ويرين واڻون لاٿيون.

پنري کي جيئن ئي پياءُ جو نياپو پهتو ته هو مينهن واءُ ڪندو پياءُ جي مدد لاءِ ٻنگار پهچي ويو. پر سندس پهچڻ کان اڳ، هاڻا، ڦل کي ماري، مال سان گڏ، سندس سگهي پيڻ، ڪيرڻين عرف املهه کي ٻانهي ڪري وٺي ويا. پنري مهل سر پهچي نه رڳو پيڻ کي آزاد ڪرايو پر لوڙائن جي سردار جي سهٽي ڏيءَ سوناري به "ٻان" طور وٺي آيو. انهيءَ واقعي کان پوءِ هاڻن وري ويرونڻ لاءِ ٻرڙائي ڪوٽ تي حملو ڪري، اتان ڪي عورتون، جن ۾ سردار جي ڏيءَ به هئي، ٻاڻ سان وٺي ويا. پنرو وري سندن پنيان لڳو. جڏهن 'نيڙ' واري ايراضيءَ ۾ پهتو ته هاڻو سندس آڏو پيش پيا ۽ سموريون عورتون مال سميت آڻي حاضر ڪيائون. جنهن کان پوءِ پنرو پنهنجي رهائش واري هنڌ "ٻنگار" ۾ موٽي ويو. ٻنگار سان لاڳاپيل آثار ۽ شهر سڀ ڪاڇي جا آهن. جيڪي اڄ ڏينهن تائين معلوم ۽ مشهور آهن. جيئن ته : پاتار، ونگر پتڻ، پراڻ، ڦرهو، سانگي چنا، بدوئا چنا، سانگين جا ڪنڊر، ڦل، ٻرڙائو ڪوٽ، نيڙ وغيره.

**ٻنگارُ**[3]: تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه.

**ٻُنگ لٽڻ**: ڊاندي زمين ۾ جتي اڪثر جنس پوکي ويندي آهي، اتي پري ڪٽڻ لاءِ جيئن ته 'ڏمريا' يا 'منجهيون'، 'ترپون' ۽ 'ٻتيلا' استعمال ڪبا آهن. اتي هاري اڪثر ناڙي تان هٿ ڪٺي سنگ کان فقط ٽي چار انچ هيٺ لٽندا آهن. لاباري جي هن طريقي کي "ٻنگ لٽڻ" چوندا آهن.

**ٻَنون**: ٺٽي جو شهر ضلعي ٺٽي جي اوڀر سرحد وٽ سنڌو نديءَ جي ڪاهي ڪپ مان ڦٽندڙ قديم پڇاري ڦاٽ جي ڪاهي ڪپ تي واقع آهي ۽ چوڌاري بڇاءَ بند اٿس. شهر جي اوڀر طرف بزرگ سيد پير ڏني شاهه جي مزار آهي. اولهه طرف پڇاري ڦاٽ تي اڏيل دروازن واري پل، جيڪا هاڻي زبون آهي. پاڪستان کان اڳ آمد رفت درياهه شاهه ۽ پڇاريءَ وسيلي ٻيڙين ۾ ٿيندي هئي. هتي هڪ سئو کان وڌيڪ ٻيڙيون هونديون هيون. جن وسيلي سکر، حيدرآباد، ٺٽي، ڪيٽي بندر ۽ پڇاري ڦاٽ تي دڙي، سجاول ۽ جاتيءَ سان واپار ٿيندو هو. اناج، ڪاٺ، انب، گيهه، ڪلون، چوپايو مال، پولٽري، ڪنئور ۽ ماکي وغيره روانگي مال ۾ شامل هو. اصل شهر کي باهه لڳڻ سبب انگريزن سال 1882ع ڌاري مقامي زميندار پير محمد عمراڻيءَ کان زمين عيوض زمين وٺي اتي نئين سر ڳوٺ ٻڌايو. هتي ڊسپينسري، پرائمري اسڪول، ٽاڻو ٻيلي کاتي جي آفيس، روينيو آفيس، پي. ڊبليو جي کاتي جو انسپيڪٽر بنگلو ۽ آفيس تعمير ٿيا. اڳي شهر ۾ هڪ سئو کن دڪان هئا. واپار ۽ گهڻي زمينداري هندن وٽ هئي. مسلم آباديءَ جو وڏو حصو ميربحرن جو هو. گذران مڇيءَ جو شڪار ۽ نيويگيشن سامان ۽ مسافر آڻڻ ۽ نيڻ سان هو باقي ٻين جو گذر کيتيءَ ۽ گلي بانيءَ تي هو هندن کان سواءِ شهر جا اصل رهاڪو ميربحر، پليجا، عمراڻي، ميمڻ، موچي، مڱڻهار، عباسي ۽ سادات هئا. جيڪي اڳوڻي ڳوٺ ڪاڻي ٻني جا رهاڪو هئا.

هتي چانورن جا ٻه ڪارخانا پڻ هئا. ٻه مندر ۽ ٻه مسجدون ۽ هڪ عيد گاهه ۽ جامع مسجد ۾ مدرسو قائم هو پاڪستان جي قيام سان هندو پارت لڏي ويا. هن وقت موجود هندو جهمپير ۽ ٺاٺي بولا خان مان لڏي آيل آهن. موجوده وقت ۾ اٽڪل چار سئو گهر آباد آهن. هڪ هاير سيڪنڊري اسڪول، هڪ گرلس مڊل اسڪول، هڪ بوائز ۽ هڪ گرلس پرائمري اسڪول آهن. هڪ بئنڪ پڻ قائم آهي. گذريل ويهن سالن کان زراعت ترقي ڪئي آهي. مکيه فصل ڪمند آهي، تنهن کان سواءِ ساريون، سبزي، تيلي ٻج ۽ انبن جا فصل به ٿين ٿا. شهر ٻنون ساوڪ، سبزيءَ، آباديءَ ۽ وڻڪار سبب مشهور آهي. هر گهر گهٽيءَ ۽ رستي وغيره تي نم، ٻير ۽ گدامڙي ۽ پپر جا وڻ گهڻي تعداد ۾ موجود آهن. هتي ٻڙ ۽ پپر جا وڻ به ٿين ٿا. ديويءَ جي ته ڪمي ڪانهي. ٽڪاڻي وارا پپر جا وڻ، لهارن وارا نمن جا وڻ، عمر شيخ ۽ پاٽڻين واريون آمريون ته وڏيون ويون. البته شاهه واريون آمريون ۽ ارباب عبدالحئي پليجي جي اوطاق واري پراڻي نم اڃا موجود آهي. شهر کان 3 ميل ڏکڻ ۾ ٻگهي نالي مشهور ڍنڍ موجود آهي. نامور سياستدان، قومي ڪارڪن ۽ زميندار ارباب نور محمد پليجو هن ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ هن وقت سندس فرزند عبدالحئي پليجو مشهور اديب آهي، جنهن ڪيترائي سفرناما لکيا آهن. سنڌ جو مشهور ديني عالم مولانا حماد الله ۽ مولانا محمد سليمان به هتي جا رهاڪو هئا. مشهور اديب 'سيف ٻنوي' به هتي جو رهاڪو آهي. هن وقت شهر پڪي رستي سبب وڏن شهرن حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ سان ڳنڍيل آهي. هتي ڪيترين ئي سياسي، سماجي ۽ علمي ادبي تنظيمون آهن. ڳوٺ جي موجودگي ۽ بيهڪ بنسبت احوال سنڌي توڙي انگريزي ليکڪن جي ڪتابن ۾ موجود آهي.

**ٻنون**[2]: زمين جي ٻاري کي ڏنل ننڍڙي بند کي به ٻنو يا ننڍي ڪڙ چئبو آهي.

"ٻڏيءَ کي ٻنا، ڪوهه سنباهين سسئي!"

**ٻنون**[3]: گهر جي ڪڌ ڪنار کي به ٻنو چئبو آهي. هڪ مشهور پهاڪو. "ڏنو ٻنو آهي" ڪوهستان يا ڪاڇي جي ٻني، جا مينهن جي پاڻيءَ کي گڏ ڪرڻ لاءِ ٻنا ٻڌي ناهي وئي هجي. پوک لهڻ تي هارين کان ٻنا اگاڙبا آهن. يعني مٽن ٻڌل لوازمو وصول ڪبو آهي.

**ٻنون ٿُو ٿوڪيو**: عبدالحئي پليجي جو سفرنامو. جيڪو سچائي اشاعت گهر دڙي طرفان 1997ع ۾ ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 240 صفحا آهن ۽ قيمت 35 رپيا ڇاٽايل آهي.

**ٻنوي سيف**: سيف ٻنوي اديب، شاعر، سياسي ڪارڪن ۽ صحافي آهي. سندس اصل نالو محمد رحيم آهي ۽ سيف تخلص اٿس. ٺٽي ضلعي جي ٻني، شهر جو رهاڪو هجڻ ڪري ٻنوي سڏجي ٿو هو 21 جون 1944ع تي ٻنون ضلعي ٺٽي ۾ جائو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٺٽي، نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هاءِ اسڪول سعيدپور مان حاصل ڪيائين. 1962ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪرڻ بعد سيڪنڊري ٽيچر مقرر ٿيو ڏهن سالن تائين مختلف اسڪولن ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ بعد 1972ع ۾ نوڪريءَ تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏيائين.

1972ع کان 1974ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگلش ڊپارٽمينٽ جو شاگرد رهيو ۽ آنرس جا ٻه سال ڪرڻ بعد پڙهائي ڇڏي ڏنائين. 1974ع کان 1976ع تائين وفائي پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ جو مئنيجر رهيو. 1976ع ۾ روزانه "سنڌ نيوز" حيدرآباد ۾ سب ايڊيٽر مقرر ٿيو جيڪا شيخ عزيز جي ادارت ۾ شايع ٿيندي هئي. ان بعد اڄ سوڌو مختلف اخبارن هلچل وغيره ۾ ڪم ڪندو رهيو آهي. سنڌس سياسي وابستگي ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان سان رهي ۽ هو ان پارٽي جي شاگرد تنظيم سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم ڪارڪن رهيو. 1950ع واري ڏهاڪي ۾ ننڍي عمر ۾ ئي پنهنجي والد جي مدد سان شاعري شروع ڪيائين ۽ ان بعد هر آچر تي پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ٿيندڙ ادبي ڳڌجاڻين ۾ باقاعدگيءَ سان شرڪت ڪندو رهيو ۽ پنهنجي استاد ۽ ناميارې شاعر ساقي سجاوليءَ کان رهنمائي وٺندو رهيو. سنڌس شاعري پنهنجي دور جي مقبول رسالي روح رهاڻ ۾ به شايع ٿي. اڄ ڪلهه فري لانس صحافي طور ڪم ڪري ٿو. سنڌس ٻه پٽ به صحافتي دنيا ۾ آهن. هن جا سائين جي. ايم سيد سان به واسطا رهيا.

**ٻنهي پاسي ٻاهيون** (ڪتاب): مشهور شاعر ايم. ڪمل جي شاعريءَ جو مجموعو "ٻنهي پاسي ٻاهيون"، ڪمل ڪتاب گهر، الهاس نگر (انڊيا) پاران 1994ع ۾ ڇپيو آهي. ڪرائون سائيز جي، سفيد پني تي ڇپيل، 130 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي. هن شعر جي مجموعي ۾، ايم. ڪمل جا غزل، نئين ڪوتا ۽ ڊائريءَ جا ورق شامل آهن. ڪتاب جي ابتدا ۾، ايم. ڪمل جو ڏنل هيءُ جملو ڪيڏو نه اثرائتو آهي: "ڪنهن خيال کي مڪمل طرح سان نه ڇئي سگهڻ جو دردُ، ڇُپ رهڻ جي پيڙا کان گهڻو گهٽ آهي."

**ٻنهي جهانن جو سردار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مخدوم امير احمد جو لکيل آهي، جنهن ۾ سيرت رسول بيان ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد مان سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**ٻنهي جهانن ۾ فلاح حاصل ڪرڻ جو رستو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سيٺ عبدالله جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن. شيخ عظيم الدين، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، 1943ع ۾ ڇپايو.

**ٻَني**: ڪڇ جي هڪ خاص ايراضي، جيڪا هڪ وڏي چراگاهه تي مشتمل آهي. هن کي "ڏاڏي آدم جي ٻني" به چوندا آهن. هي 40 ميلن تي مشتمل چراگاهي علائقو آهي. جنهن ۾ ڪيترائي قديم ڳوٺ آباد آهن. جتي اڄ به قديم سنڌي قبيلا ۽ ذاتيون سما، سومرا، جت، ڪولهي، مينگهواڙ، نڪر، هاليپوٽا، متوا، ٿيٻا وغيره رهن ٿا. جيڪي پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافتي ورثي توڙي نج سنڌي لهجي کي بچائي ويٺا آهن. ڪڇ تاريخي، جاگرافيائي، تجارتي، سماجي، ثقافتي ۽ لساني لحاظ کان ماضيءَ ۾ سنڌ جو حصو رهيو آهي. ٻني نه رڳو ڪڇ جو ڀر پارٽ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جو اهو ڀراڙيءَ وارو علائقو آهي، جيڪو سنڌ جي ڳوٺن جون سِڪون لاهي ٿو ٻنيءَ جا رهاڪو ماضيءَ وانگر اڄ به ڪچهريون ڪن ٿا. سنڌي ساز وڄائين ٿا. مال چاريندي لوڪ ڪلام ڳائين ٿا. لوڪ گيتن ۽ نچڻ جو مزو ماڻين ٿا. ٻني- ڪڇ جون حالتون سدائين ڪشالن سان ڀرپور رهيون آهن. سوڪ، قدرتي زلزلا ۽ سامونڊي طوفان وقت به وقت نازل ٿيندا رهيا آهن. پوءِ به اهڙين اڻ ٺهڪندڙ حالتن ۾ ٻنيءَ جا سنڌي پنهنجي زبان کي زنده رکيو ويٺا آهن. 1980ع ۾ پوني جي سنڌي عالم ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ ٻني ۽ ڪڇ ۾ ٻوليائي اڀياس لاءِ دورو ڪيو ۽ پاڻ جيٺي لالواڻيءَ سان گڏجي هتان جي ٻوليءَ ۽ تهذيب تي ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ "سنڌيءَ جي زيارت"، "لوڪ ورثو"، "ڳيچ/ ڳيڇ" اچي وڃن ٿا. ان کانسواءِ ڊاڪٽر جيٺي لالواڻي "ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت" جي عنوان سان پي ايڇ. ڊي ڪئي آهي. هتي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي جا قلمي نسخا موجود آهن ۽ شاهه جي ڪلام جا ڪيترا حافظ رهن ٿا، جن ۾ سليمان جت جو نالو سڀ کان وڌيڪ مشهور آهي. نوجوان اديبن ۾ ديندار ڪلادر متوا مشهور آهي، جنهن جا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾ "مُتون جا گيت"، "موتي داڻا" ۽ شيخ اياز جي چونڊ شعرن جو گجراتي ترجمو شامل آهن.

**ٻَني**[2]: ٿر ۾ ڏهن واري پڪي زمين، جتي مينهن جو پاڻي بيهي ۽ آبادي ٿئي، ان کي به "ٻني" چوندا آهن ٻوڪيل زمين، ڪيتي، ڪيت، ٿر ۾ هڪ پٽ جو نالو.

**ٻَني**[3]: اُن کي 'هلڻ' سيڪارڻ وقت اٺ کي پنيءَ اڳهاڙو هلائبو آهي. فقط ٻچ جي مٿان رلي يا ڳوڻ ٻڌي، ان تي اوٺي ويهي، اٺ کي هلائيندو. انهيءَ تيڙ کي 'ٻني' چوندا آهن. بارگير وهٽ جي پنيءَ تي ٻني مٿل ڍگهو ٻٽو رکيل پيڙهو. جيڪو ڳوڻ جي ڳوڙيءَ ۾ ڪک ۽ ٻُوسو ڀري ٺاهبو آهي، جنهن جي رکڻ سان وهٽ کي پٺن تي بار سبب زخم نه ٿيندا آهن.

**ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت** (ڪتاب): هي سنڌي ٻوليءَ جي مشهور اسڪالر ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ جي يونيورسٽي آف ممبئيءَ پاران پي. ايڇ ڊي. (سنڌيءَ) ڊگري لاءِ منظور ڪيل ٿيسز آهي. جيڪا هن ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتيءَ جي رهبريءَ ۾ لکي ۽ اسٽيج پبليڪيشن احمد آباد پاران 2002ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي. هن ڊبل ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ عربي سنڌي لپي توڙي ديوناگري سنڌي لپيءَ جا ٻئي روپ موجود آهن. عربي سنڌي لپيءَ واري ڀاڱي جا 360 صفحا ۽ ديو ناگريءَ لپيءَ جا 282 صفحا آهن. هن تفصيلي ٿيسز جي قيمت 330 رپيا آهي. هيءَ ٿيسز ستن بابن تي مشتمل آهي. پهرين باب ۾ پسمنظر بيان ڪيو ويو آهي. ٻئي باب ۾ ڪڇ، هڪ واقفيت، عنوان سان ڪڇ جون جاگرافيائي، سماجي ۽ تهذيبي حالتون، ڪڇي ماڻهو، ڪڇي زندگي، ڪڇ جو ڌرمي پسمنظر، سنڌو تهذيب، گجرات ۽ ڪڇ جي ڀيٽ، سنڌوندیءَ جو وهڪرو ۽ ڪڇ، ٻني علائقو ۽ سنڌ، ڪڇ ۽ سنڌ جي اديبن جا سفر ۽ ٻنيءَ ۾ شاهه لطيف جي آمد جا عنوان شامل آهن. باب ٽئين ۾ سنڌي لوڪ ادب جي ارتقا ڏني وئي آهي. باب چوٿين ۾ لوڪ ثقافت ۽ ان جي صورت تي بحث ڪيو ويو آهي. باب پنجين ۾ لوڪ گيتن جي اهميت، خاصيتن، ورهاست، ڳائڻ جي نمونن ۽ لوڪ گيتن جي قسمن تي بحث ڪيو ويو آهي. باب ڇهين ۾ ٻنيءَ جي سنڌي رهاڪن، سنڌي لوڪ گيتن جي ٻوليءَ ۽ لوڪ سنگيت تي بحث ڪيو ويو آهي. باب ستين ۾ ٻنيءَ جي 30 کان وڌيڪ لوڪ گيتن جي قسمن تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي.




**ٻوبي**: ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'پيرون پنيرو'، 'عنايت گهمڻ'، 'غازي خان مري'، 'حاجي دل مراد' ۽ 'گل ٽالپر'. ٻوبيءَ جو شهر پڻ ساڳئي ضلعي ۾ آهي. هتي پيٽرول جا کوهه آهن.

**ٻوبي آئل فيلڊ**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊي آدم ۾، ٻوبي ديهه اندر، هڪ تيل جي کوهه واري ايراضي.

**ٻوٽرو**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'ڪريم ڏنو ماڇي'، 'سراند' ۽ 'ٻوٽرو' ڳوٺ شامل آهن. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻوٽا:** عام طرح سڄيءَ سنڌ ۾ خاص ڪري ٿر ۾ ٿيندڙ اهي ٻوٽا، جيڪي روزمره زندگيءَ ۾ ڪم ايندا رهندا آهن. تن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو. ٿر ۾ ولين ۽ وڻن جيان ٻوٽا به گهڻن ئي نمونن جا ٿين ٿا. انهن ٻوٽن کي چوپايو مال، جهرڪ اُٺ، ٻڪريون ۽ رڍون وغيره کائينديون آهن. انهن ٻوٽن مان ڪن کي ڳڌ به کائين ٿا. ٻوٽا چئن قسمن جا ٿين ٿا. (1) وڏا ٻوٽا. (2) ننڍا ٻوٽا. (3) پاڄيءَ وارا جهنگلي ٻوٽا ۽ (4) گهرو ٻوٽا.

وڏن ٻوٽن ۾ 'جهل'، 'ٻوهه'، 'ڪپ'، سڻ، 'پٽ ڪنوار'، 'مرٽ'، 'گهامون'، 'اِيڪڙ'، 'لاٺا ۽ لاٺيون' شامل آهن. ننڍن ٻوٽن مان 'پنگري'، 'گرامٺو'، 'ڪيرول'، 'ابت ڪنڊڙي'، 'ڪرسڻ'، 'ڊاماسو'، 'وجوٽِي'، 'ڪنتِي'، 'ساٽوڙو'، 'هرڻ چپڙي'، 'سنهاڙي'، 'سونيل'، 'ٻائيءَ جا ٻاتيا'، 'رينگٽي'، 'منڊيري' ۽ 'مليرميندي' وغيره مشهور ٻوٽا آهن. پاڄيءَ وارن جهنگلي ٻوٽن ۾ 'مريڙو'، 'للر'، 'بگرو'، 'پپون'، 'ماما موري' ۽ 'ڪنييون' شامل آهن ۽ گهرو ٻوٽن ۾ 'تلسي'، 'هيرڻ'، 'مروئو' (نازبوءِ) ۽ 'ڌاتورو' قابل ذڪر ٻوٽا آهن.

ٻوٽن ۾ 'ڪانئل پيرون'، 'پوٽو'، 'ڦاڙرنگ وڻ'، 'پيرون'، 'ڌاتورو'، (ننڍو ۽ وڏو)، 'ڪانٽوبو'، 'ڪانڌيرو'، 'جابلو ٿوهر'، 'ڳگر'، 'سر'، 'ڪانهن لڪندي'، 'اِيريال'، (مٺو ڪارو)، 'زنگي گل'، 'گدڙ پچي'، 'ٽانگ ڦڻ'، 'ڦور لاٽو'، (هي سيني ڪان وڏو ٿئي)، 'ٽاج لاٽو' (هن مان ڪار ٿئي) 'ٻاڙ' (ننڍي قسم جو ٿئي) ۽ دريائي پاسي ٿيندو آهي. هن کي ڏاچيون کائين. 'سهي لاٽي'، 'ڪڙلاٽي' ('ڪاري لاٽي' به چون)، 'ڦيرلاٽي' (ڪارين ۽ ڍنڍن ۾ ٿئي)، 'مٺي لاٽي' باغن ۾ ٿئي. 'گل راٽي'، 'گل مور'، 'وڪن ڪيوڙي' ۽ 'پٽرٽوڙ' (پٽرچٽ) ٻوٽي وغيره پڻ شامل آهن. جاندارن وانگر ٻوٽن ۾ به پيدائشي عمل ٿئي ٿو. جيڪو جنسي يا غيرجنسي عمل به هوندو آهي. ٻوٽن ۾ غيرجنسي پيدائشي عملن جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. غيرجنسي عمل ۾ صرف گهرڙن جي ورهاست وارو عمل ٿئي ٿو. هن عمل سان جيڪي جاندار پيدا ٿين ٿا، سي سيئي پاڻ ۾ ملندڙ جلندڙ والدين سان مشابهت رکندڙ هوندا آهن. ٻوٽن ۾ غيرجنسي پيدائشي عمل ٽڪرائڻي ورڇ (Fragmentation)، بڊنگ (Buding)، بائنري فشن (Binary Fission)، قلمي واڌ (Vegctative-progagation) ۽ اسپورٽ جي ٺهڻ (Spore formation) وسيلي ٿئي ٿو. ٻوٽن ۾ سڄي توانائي، ساهه کڻڻ واري عمل وسيلي فراهم ٿيندي آهي. ان لحاظ کان هي عمل هڪ خاص حيثيت جو حامل آهي. پاڻيءَ وارا ٻوٽا آڪسيجن پاڻيءَ مان حاصل ڪندا آهن ۽ اها آسانيءَ سان ٻوٽن جي جسم ۾ تحليل ٿي ويندي آهي. خشڪيءَ وارا ٻوٽا آڪسيجن پنهنجي آس پاس واريءَ فضا مان حاصل ڪندا آهن ۽ اها پنن ۽ ٿڙن ۾ موجود اسٽوميٽا (Stomata) وسيلي داخل ٿي ويندي آهي. آڪسيجن ٻوٽي ۾ داخل ٿيڻ بعد گهرڙن جي وچ ۾ موجود وٿين ۾ هلي ويندي آهي. جتان اها مختلف گهرڙن ۾ نافذ ٿي ويندي آهي.

**ٻوٽن جي واڌ ويجهه** (ڪتاب): زراعت جي موضوع تي لکيل هيءَ ڪتاب، حاجي اسلام الدين مجيدائي جو لکيل آهي. 47 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 25 رپيا رکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ٻولي اٿارٽي، حيدرآباد مان، 1994ع ۾ شايع ڪيو آهي. هيءَ ڪتاب، سنڌ ۾ سائنسي اڀياس وارن ڪتابن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪتاب ۾ مصنف، ٻوٽن جي پيوندڪاري، ان جي مختلف طريقن ۽ انهن جي سارسنڀال تي مختصر پر جامع لکيو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ به ڏنل آهي.

**ٻوٽن وارا چٽ:** سنڌ جي دڙن، پڙن ۽ آثار قديمه مان ٺڪر جا اهڙا ٽانءَ مليا آهن، جن تي ٻوٽن واري چٽسالي ٿيل آهي. چٽيل ٺڪرن جو وڏو انگ اهڙي چٽساليءَ سان تعلق رکي ٿو جنهن جو اويڙ واري سنسار سان لاڳاپو آهي. تير جي اڻيءَ جهڙي ٻوٽي جي چٽسالي پڻ ڏسي سگهجي ٿي، جنهن ۾ هڪ وڻ يا ٻوٽي کي پنن کان سواءِ لامن سان چٽيو ويو آهي. پن جي ڏانڊيءَ وارو حصو ونگو آهي، جنهن تي ڪان (تير) چٽساليءَ جي علامت سان چٽو ڪيو ويو آهي. انهن چٽسالين ۾ لامن کي سڌين ۽ اڀين ليڪن ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي. پپر جي هڪ وڻندڙ چٽسالي به آهي، ان جا پن به واضح آهن. جيڪي ورين ۽ ونگن سان گڏيل آهن. جيئن اسان 'لوهم جي دڙي' ۾ به ڏسي سگهون ٿا. هوبهو اهڙا چٽ داٻڙ ڪوٽ (اتر بلوچستان) مان به مليا آهن. ڪڄيءَ جي چٽسالي به ڏسي سگهون ٿا. ڪڄين جا ڦرها چٽيءَ ريت چٽيل آهن. انهن ڦرهن کي عالمن جي راءِ موجب 'ڦٽي ڏند' جهڙي چٽ ۾ چٽو ڪيو ويو آهي. اهڙو نمونو ٻوري چٽ جي اٺهوند ڪري آهي. ٻه - نوڪي پن وارو ٻوٽو پڻ پڌرو آهي. اهڙا پن هڪ ٻئي کي ڇيڙن وٽ ڇهن ٿا. اهي پن گهرين ۾ چٽيل آهن ۽ اهي داٻڙ ڪوٽ مان لڌل چٽساليءَ سان پيٽ آهن. اهڙا اڪيلا اڪيلا ٻه- نوڪا پن گهرين ۾ ٽڪايل آهن، تن جي پاسن تي چوڪڙيون رکيون ويون آهن. اهڙا پن اِيچي طرز تي نانگ وڪڙ ليڪن سان ٻيگهڙ تي رکيل آهن. ڪٿي هڪ ٽٻڪي جي چوڌاري گول دائرن ۾ اويڙ جي چٽسالي آهي. ان جو چٽ لڳ ڀڳ ڪورئڙي جي چار جهڙو آهي. ٻي طرز به ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جنهن ۾ ٽٻڪي جي چوڌاري گول دائرو آهي ۽ ان جي گول دائري جي چوڌاري ڦلڙيون آهن. ائين معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ چٽسالي گل جو چٽ ڏيکاري ٿي. اهڙا چٽ ٺٽي ۽ شاهه حسڻ وارن ماڳن تي ٿانون تي ملن ٿا. اهو چٽ چٽساليءَ جي مرڪزي حيثيت رکي ٿو. ان جي چٽسالي مانڊاڻيءَ جيان جافريءَ سان پريل آهي ۽ چٽ مانڊاڻيءَ جي ٻانهن جي وچ تي رکيل آهي. هن قسم جي اويڙ جو چٽ گهريءَ ۾ ٽڪيل آهي. ٻيءَ گهريءَ ۾ ٻه- نوڪو اڪيلو پن آهي. هن چٽساليءَ سان واسطو رکندڙ نمونو موجود آهي، جنهن ۾ پنن سان هڪ سڌو سنئون ٻوٽو آهي. گهڻو ڪري اهڙي چٽساليءَ جهڙا نمونا موهن جي دڙي وارن چٽيل ٿانون تي موجود آهن.

**ٻُوٽِي:** نباتات جو هڪ قسم، جنهن جي اويڙ (ول، ٻوٽو، گاهه، پن پاڙون وغيره) ۾ ڪانيءَ جي ڪا به خصوصيت نه هجي. مثلاً وڻ ۽ ٻوٽي ۾ الڪوهل يا ڪلوروفل هوندو آهي. ليڪن ٻوٽي انهن خاصيتن کان پاڪ هوندي آهي. ٻوٽي گهڻو ڪري پسارڪي وڪر طور استعمال ٿيندي آهي. جنهن جا پن، ٽاندورا طب ۾ ڪم ايندا آهن. ڀنگ (سائي ٻوٽي) ڀنگ جي ڳوٽي ۽ گوشت جي ننڍي ٽڪر کي به "ٻوٽي" چوندا آهن. جمع ٻوٽيون. شاهه سائين چيو آهي:

"ٻانيڻ ٿي ٻوٽيون، ته ڪتا، ڪينئي ڪيچ جا!"

**ٻوٽيري:** ٻوٽيءَ جو هڪ قسم، جيڪا ڏٽ طور کائبي آهي، جا وارياسي ۾ ٿيندي آهي. صبح جو ڪاڻ ۾ ڪٽي ۽ شام جو ڦڪي ٿئي، تنهنڪري صبح جو پٽي کائجي ۽ ساڳ ڪري رڌجي، ان جي ڦر ۾ اڪ جي انبيءَ وانگر ڪپهه جهڙو ڳپ ٿيندو آهي.

**ٻوٽين جا گڻ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڏنراج مل جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻوٽين بابت معلومات ڏنل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 65 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو پهريون، ڏنراج مل پنجابي شڪارپور مان سال 1929ع ۾ ڇپايو.

**ٻُوڇَ:** هڪ ذات جو نالو.

**ٻُوڇَڙ:** تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. داد جروار، صالح هاليپوٽو، ماڇي ڳوٺ، سيد وڏا خان.

**ٻُوڇڪِي:** تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽنڊو غلام محمد، خير محمد ٻبر، جاڙو ٻبر، ڇُٽو پنهور، بچل ٻُوڇ، پيروز پرهياڙ ۽ ٽنڊو بهاول.

**ٻُوچِيا:** ميگهواڙن ۽ ڀيلن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٻوڏراج ٻوڏ:** ٻوڏراج ٻوڏ جو اصل نالو پوڄراج هو. پر ادبي دنيا ۾ ٻوڏراج ٻوڏ جي نالي سان شاعر ۽ ليکڪ طور مشهور آهي. سندس جنم 6 فيبروري 1897ع تي ڪوئيٽا ۾ لوڪومل واڌواڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. شروعاتي تعليم سکر ۾ حاصل ڪيائين. بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ 28 سالن تائين هڪ محنتي استاد طور پڙهايائين. اوم منڊليءَ واري دادا ليکراج جي نياڻي ستي ديويءَ سان شادي ڪيائين. هن جي زندگيءَ ۾ سوامي هيمراج ۽ سوامي پرمانند ڦيرو آندو. روحاني جاڳ بعد پوڄراج مان ٻوڏراج ٿي پيو ۽ ادبي دنيا ۾ ٻوڏ جي نالي سان سڃاپڻ لڳو. هن ڪهاڻي، شاعري ناٽڪ ۽ سفرناما لکيا آهن. سندس ڪتاب ۾ "اندر جا آلاپ"، "سچو ساٿي"، "ڪشمير ياترا"، "شڪر- ٻوڏ"، "سُنهري سُخن"، "آتم امرت"، "گيان ياترا"، "آتم ڦلواڙي"، "جيون جي جوت"، "من دُرست"، "ٻوڏواڻي" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. "پريم" نالي رسالو لاڳيتو 5 سال ڪڍيائين. سندس "چنڊ" ۽ ٻيا ناٽڪ، سماجي اوڻاين تي سُٺي طنز آهن. سندس ڪتاب "سچي ساٿيءَ" جو پرنسپال لعل سنگهه اجواڻي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ ان جو مهاڳ داد جشن واسواڻي لکيو. 13 آڪٽوبر 1974ع تي پوني ۾ هن جي ياد ۾ هڪ سيمينار ٿي گذريو، جنهن ۾ ان ڪتاب جو مهورت ٿيو. هن 2 آڪٽوبر 1944ع تي مصوريءَ ۾ وفات ڪئي.

**ٻوڌي سَتوَ** (ڪتاب): هي ڪتاب آسودي مل ٽيڪ چند گدواڻيءَ 1927ع ۾ لکي ڇپرايو، جيڪو نئين سنڌي لئبريءَ جي 33 نمبر ڪتاب طور بلوُنسڪي پريس حيدرآباد مان پڌرو ڪيو. هن ڪتاب بابت آسودي مل ان وقت لکيو ته ٻڌ ڌرم جو هن وقت جڳت ۾ نئين سر اپياس لاڳو آهي. آمريڪا ۾ هارورڊ يونيورسٽي ٻڌ ڌرم جا گرنٿ/ ڪتاب بار ڪوجنا ڪان پوءِ هندستاني ماهرن جي مدد سان ڇپائي رهي آهي. هندستان ۾ به گذريل ڪجهه سالن ۾ پڙهيل ماڻهن جو لاڙو ٻڌ ڌرم ڏانهن وڌندو ويو آهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته اسان جي سنڌڙيءَ به انهيءَ ڏس ۾ پنتي ڪين پئي آهي. جيٺمل پرسرام "Light Of Asia" جي اوٽ تي پورب جوتي نالي سان گوتم ٻڌ جي جنم ساکي ڇپائي، ان ڪان پوءِ پروفيسر نارائڻ داس ملڪاڻي ڌرمانند اسينيءَ جي مدد سان ٻڌ ڌرم جو مکيه شاستر (دم پد) لکيو. اهڙيءَ طرح آسودي مل پڻ ڌرمانند ڪُسنيءَ جو ڪتاب (ٻُڌ ليلا سار سنگرهه) جيڪو اصل مرهٽيءَ ۾ لکيل هو، اُن جي گجراتي ترجمي جي اوٽ تي ڪجهه ترجمو ۽ ڪجهه طبعزاد ملائي هن ٻوڌي سَتوَ ڪتاب تيار ڪيو. جنهن ۾ هن ٻُڌ جي تعليمات جا 8 اصول تفصيل سان بيان ڪيا آهن ۽ ٻڌ ڌرم جي مطالعي لاءِ هي ڪتاب وڏي حيثيت رکي ٿو". هي ڪتاب 1927ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن ۾ 132 صفحا آهن ۽ آسودي مل هن جي ارپنا سنڌي ٻوليءَ جي اوائلي خدمتگار، پنهنجي سهري سرڳواسي روچي رام گجومل ڪرپلانيءَ کي ڪيو آهي.

**ٻوڏ:** جڏهن پهاڙن تان برف پگهرندي آهي ته سمورو پاڻي درياهن ۾ اچي پوندو آهي ۽ جڏهن درياهه ۾ وڌيڪ پاڻي اچي ويندو آهي ته پوءِ پاڻي پنهنجي وهڪري کان ٻاهر نڪرندو ايندو آهي ۽ پرپاسي جي سموري ڌرتي، فصل ۽ آباديءَ کي ٻوڙي ڇڏيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پاڻي بچاءُ بند به ٽوڙي وجهندو آهي. دنيا ۾ وڏ ۾ وڏ ٻوڏ بنگلاديش ۾ ايندي آهي. 'ٻوڏ' کي 'اٿل'، 'ليٽ' ۽ 'سيلاب' جي نالن سان به اچاريو ويندو آهي. ٻوڏون دنيا ۾ تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جو سبب بڻجنديون آهن. سنڌ ۾ اهڙين ٻوڏن مان هڪ تمام خطرناڪ ۽ تباهيءَ واري ٻوڏ لاڙڪاڻي ضلعي جي اولهه ۽ ڏاکڻن تعلقن کي هر ٻئي ٽئين سال پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي تمام گهڻي نقصان جو سبب بڻجندي هئي. اڪثر ڏٺو ويو آهي ته ٻوڏ جو سبب قدرتي طور تيز برساتن جي ڪري وجود ۾ اچي ٿو.

جاگرافيائي لحاظ کان لاڙڪاڻي ضلعي جي اتر اولهه ۽ اولهه ڏکڻ ۾ بلوچستان صوبو آهي، بلوچستان جي جبلن ۽ نين جو لاهه سنڌ واري علائقي ڏانهن آهي.



جڏهن سنڌ ۽ بلوچستان ۾ تمام گهڻي برسات پوي ٿي، تڏهن ان برسات جو پاڻي جبلن تان هيٺ لهي کيرٿر ۽ ڪاري جبل جي پروٽي سنڌ جي ميداني علائقن ڏانهن رخ رکي ٿو. اول اهو پاڻي حمل ڍنڍ ۾ اچي چوڙ ڪري ٿو. جيئن ته حمل ڍنڍ کي اوير طرفان اهڙا مضبوط ۽ پڪا بند ٻڌل نه آهن جنهنڪري وارهه، شهدادڪوٽ، قنبر ۽ ميهڙ تعلقا زبردست ٻوڏ جي لپيٽ ۾ اچي وڃن ٿا. حمل ڍنڍ کي اوير ۾ ٻه بند ڏنل آهن، جيڪي "ڪچي بند" ۽ "پڪي بند" جي نالي سان مشهور آهن، پر اهي بند ايڏا مضبوط نه آهن. جنهنڪري جڏهن به پاڻي ٿورو مٿي چڙهي ٿو، تڏهن اهي بند ٻڄي پون ٿا ۽ قنبر تعلقي جو ڪوهستاني علائقو، وارهه تعلقو مڪمل ۽ ميهڙ تعلقي جو ڪجهه حصو ٻوڏ هيٺ اچي ٿو ۽ ماڻهن جي معاشي زندگيءَ ۾ وڏي تباهي اچي ٿي. ٻوڏ ۾ جڏهن پاڻي تيزيءَ سان جبلن تان هيٺ لهي ٿو تڏهن اهو تيز پاڻي وڻ ۽ جانور به لوڙهي آڻي ٿو. هن ٻوڏ ۾ اڪثر مرون ۽ سوئر به لڙهي ايندا آهن. جنهن ڪري ماڻهن ۾ تمام گهڻو خوف ٿيندو آهي. هن ٻوڏ ۾ بيان ڪيل علائقن جا فصل بلڪل تباهه ٿي ويندا آهن.

حمل ڍنڍ اتر سنڌ جي تمام وڏي ڍنڍ آهي، جيڪا قبي سعيد خان شهر کان وٺي جبلن جي قطار ڏيندي اچي، منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿي. ٻوڏ جي ڏينهن ۾ هن ڍنڍ جي بندن تي مقامي ماڻهو رضاڪارانه طور چونڪي ڏيندا آهن ته جيئن بروقت ٻوڏ جي تباهيءَ کان بچاءُ لاءِ ڪي اپاءَ وٺي سگهجن. سنڌ جيئن ته سنڌو درياهه جي پيچريءَ ۾ آهي، انهيءَ ڪري ڪشمير، سرحد ۽ پنجاب ۾ جڏهن آگسٽ – سيپٽمبر مهينن ۾ برساتون پون ٿيون ته انهن علائقن جي اٿل جو پاڻي سنڌو درياهه ۾ اچي ٿو. درياهه اڳ ئي چاڙهه ۾ هوندو آهي، انهيءَ ڪري اٿل جو پاڻي ڪاڏ ڪري ڪپرن جا بند ٻڃي سنڌ جي ٻهراڙيءَ ۽ شهري ايراضيءَ ڏانهن ڪاهي پوندو آهي. نتيجي طور سڄيءَ سنڌ ۾ جڻ ته ٻوڏ ۽ اٿل جي صورت پيدا ٿي ويندي آهي. لڳ ڀڳ هر چوٿين پنجين سال سنڌ ۾ ٻوڏ راڳا ڪري ڇڏيندي هئي، مٿان وري جي برسات به پئي پوندي آهي ته هيڪاري سوين مسئلا پيدا ٿي ويندا آهن. ڪي سگهڙ ۽ شاعر وقت بوقت انهن ٻوڏن تي واقعاتي بيت به چئي چڪا آهن جن ۾ ٻوڏن مان ٿيندڙ نقصان کي ڳايو اٿن. 31 صدي هجريءَ



جي آخر ۾ سانده ويهارو سال ڪن برسات نہ پئي، پر جڏهن قدرت کي رحم پيو، تڏهن سڄو مهينو برساتون پيون. نتيجو اهو ٿيو تہ صدين جا سڪل واهڙ بہ وهي اٿي هليا. ان وقت سگهڙ جلال ووگهڙ بيت چيا، جن ۾ ان وقت جي حالتن جو نقشو چٽيل آهي. سال 1929ع واريءَ برسات سنڌ ۾ جيڪي راڳا ۽ هاجا ڪيا، انهن جا اکين ڏٺا شاهد سنڌ ۾ اڃا موجود آهن. اها برسات چوڏهن ڏينهن وسندي رهي. هن برسات ۾ غريب ماڻهن کي سخت جاني ۽ مالي نقصان پهتو. پوکون ٻڏي ويون. شهرن ۽ ڳوٺن جون جايون ڪري پٽ پيون. هر طرف تباهي هئي، ماڻهو بک وگهي مرڻ لڳا. مائرن ٻچڙا ٻڏندي ڏٺا. چوپايو مال مري ويو. مٿان وري اڃي بيمارين منهن ڪڍيو. ان وقت جي سگهڙ شاعرن پڻ ان صورتحال کي پنهنجن بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. 1929ع واريءَ زبردست برسات سبب ناري واهہ ۾ بہ چاڙهہ آيو، جنهنڪري واهہ ۾ ڪيترن هنڌن تي گهارا پئجي ويا ۽ سانگهڙ سميت ٿرپارڪر ضلعي جا ڪيترائي شهر ٻوڏ هيٺ اچي ويا، جيئن جيئن ٻوڏ پير وارن ڳوٺن تائين پهچڻ لڳي، تيئن تيئن اتي جا باشندا ساهہ بچائڻ لاءِ ڳوٺن جا ڳوٺ خالي ڪندا ويا. ماڻهن جا مال متاع سڀ تباهہ ٿي ويا ۽ هو فقط پنهنجا سر بچائي محفوظ جڳهن تي پهتا. سنڌ ۾ 1942ع واري ٻوڏ بہ مثال طور پيش ڪئي ويندي آهي. جنهن خاص ڪري دادو ضلعي ۾ وڏو نقصان ڪيو هو.

سال 1955ع ۾ بہ سڄيءَ سنڌ ۾ گهڻي برسات پئي. بدين، پٿوري، ماتلي، ميرپورخاص، ڪونڙي، ڪنري، ڪراچيءَ، ڪاڪ، ڪنڊياري، تلهار ۽ ٻين شهرن ۾ ٻوڏ جهڙيون حالتون پيدا ٿي پيون، سارين ۽ وونڻن جا فصل تباهہ ٿي ويا. چوپايو مال ۽ جهنگلي جانور وغيره بہ گهڻي تعداد ۾ مري ويا. ڍنڍون ڍورا پاڻيءَ سان ڀرجي ويا. لاڳيتين برساتن ڪري درياهہ جي پاڻيءَ ۾ زبردست چاڙهہ آيو ۽ هالا، مٽيارين، ٺٽي، دادوءَ ۽ نوابشاهہ وٽان درياهہ جي بند ٽٽڻ جو خطرو ٿي ويو. هالن وٽان درياهہ پاسا ڪاٽڻ لڳو. درياهہ جي وڏنڊ ڪاڌ کي بند ڪرائڻ ۾ مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" صاحب تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. درياهہ ۾ ڪن هنڌان گهارا پيا، جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو مري ويا. وڻج واپار سڀ بند ٿي ويو. هاري، زميندار ۽ پاڳيا سڀ برسات بند ٿيڻ جون دعائون گهرڻ لڳا. ناميارو شاعر مولوي احمد ملاح پنهنجي ڪالم ۾ برسات جي انهن حالتن بيان ڪرڻ کان پوءِ خدا کي عرض ڪيو هو: "اي مولا! هاڻي اهي برساتون بس ڪنهن ملڪ ڏانهن موڪل. جتي انهن جي ضرورت هجي. تنهنجا بندا انهن برساتن کان ايترو تہ بيزار ٿي پيا آهن جو 'پيچ مولىٰ' جي بدران 'بس مولىٰ' پيا پڪارين" شاعر جو هيءُ سڄو نظم گويا مناجات آهي، جنهن ۾ هو ڌڻي تعالىٰ کي برسات بند ڪرڻ لاءِ ٻاڏائي ٿو هي واقعاتي شعر لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب "واقعاتي بيت" ۾ موجود آهي. 1956ع ۾ سخت برسات سبب پنجاب صوبي ۾ ٻوڏ ٿي، جيئن تہ پنجاب جي پنجن ئي ندين جو پاڻي سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو تنهنڪري سنڌو درياهہ ۾ زبردست چاڙهہ ٿيو. پاڻيءَ جي دٻاءَ وڌڻ سبب ڪيترن ئي هنڌن کان گهارا پوڻ شروع ٿيا. سکر، لکيءَ، سڪرنڊ، هالا، سجاول ۽ ساڪري وٽان درياهہ ۾ بہ گهارا پيا، اٽڪل ٽيهہ ڳوٺ ٻوڏ هيٺ اچي ويا، ٺٽي شهر ۾ پڻ ٻوڏ آئي، جو ماڻهن پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي وڃي مڪليءَ تي پناهہ ورتي. پاڻي مڪلي ٽڪريءَ تائين وڃي پهتو. جهنگ جبل هر طرف پاڻي ئي پاڻي پئي نظر آيو. مٽياريءَ وٽان گهليائڻ بند ۾ ٻن ميلن تائين گهارو پئجي ويو جنهنڪري پاڻي نئشنل هاءِ وي لوڙهي آسپاس جا ڳوٺ ٻوڙيندو اچي مسو پرڳڙي ۽ جيئندل ڪوٽ کي پهتو. حيدرآباد شهر کي بچائڻ لاءِ پاڻي ڦليليءَ، چئنل ۽ پڇياريءَ ۾ ڇڏيائون، جنهن ڪري انهن نهرن تي جيڪي ڳوٺ يا شهر آباد هئا انهن ۾ وڏي تباهي اچي وئي، حيدرآباد، بدين ۽ ٺٽو ضلعا مڪمل طور ٻوڏ هيٺ اچي ويا. ماڻهن جو بي انتها جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. مولوي احمد ملاح پنهنجي ڪلام ۾ فقط حيدرآباد ۽ ٺٽي ضلعي جو ذڪر ڪيو آهي، پر شاعر دائود جوکيي هالا ۽ ٻين علائقن سان گڏ اتر سنڌ جي سکر ۽ سيوهڻ وارن علائقن جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي تہ اڳل واهہ ۾ جڏهن گهارو پيو تڏهن گهوگهاٽ ڪندو ڳوٺن ۾ ڪاهي پيو جنهنڪري ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي وڃي پڳا. عام ماڻهن سخت محنت ۽ جانفشانيءَ سان واهہ کي بند ٻڌو. بند سبب پاڻي ڪچي طرف رخ رکيو. ڌنار درياهہ جي هن اٿل کي ڏسي مال ڇڏي وڃي پڳا ۽ زبردست اٿل سبب جهنگ ۾ هڪڙو جانور بہ باقي ڪو نہ بچيو.

**ٻوڏار**: تعلقي ڪوٽ غلام محمد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻوڏن جا امدادي مسئلا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پير علي محمد شاهہ راشديءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 16 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، محڪمہ فلمز ۽ مطبوعات، حڪومت پاڪستان، ڪراچيءَ، مان 1955ع ۾ ڇپايو.

**ٻوديا**: هڪ ذات جو نالو.

**ٻورا**: اهي شڪل ۾ ٿيلهي جهڙا هوندا آهن. مگر هنن جو هيٺيون ويڪرو ۽ منهن وارو مٿيون پاسو سوڙهو هوندو آهي ۽ ٻورن جي هيٺئين پاسي جي ڊيگهہ 10- 12 فوٽ ڪن هوندي اهي ۽ مٿيون منهن 8-9 فوٽ ڪن ٿيندو آهي. هي زياده تر ٻڪري جي ڪاري ڏاس مان ناهيا ويندا آهن. بعض حالتن ۾ ڪاري ڏس نہ ملڻ ڪري اڇي پوري ڳاڙهي ڏاس جي سَٽ مان بہ ناهيا ويندا آهن. هن ۾ چارو، ٻاجهر جا سنگ وغيره ڪٽيا آهن.

**ٻوراني/ ٻوراٽي**: سنڌ جي ٻيلن ۾ "ٻن" جو گاهہ ٿئي، اهو گاهہ ساريالي‌ءَ جي منڍ ۾ لاڙ وارن علائقن ۾ عام جام ٿئي. 'ٻن' جو گاهہ مڪڙين وانگر ٻور جهليندو آهي، انهيءَ ٻور ۾ اٽي جهڙو پيلو ٻورو ٿئي، جو مخصوص مرحلن مان گذاري، ان مان "ٻوراٽي" تيار ڪئي ويندي آهي. ٻوراٽي سنڌ جي مڙني پاڳن ۾ ٺهي ۽ واپرائي وڃي ٿي. ڪٿي ڪٿي ان کي 'ٻوري' بہ چون. سنڌ جا ماڻهو ٻوراٽيءَ هڪ ٻئي لاءِ سوکڙي پاکڙيءَ طور بہ ڪم آڻين. 'ٻن' جي ٻوٽي مان نڪتل "ٻور" کي موڙين ۾ ٻاڦ تي اوٻاري ڳنڍيا ناهيندا آهن. طبي لحاظ سان دوائن ۾ پڻ استعمال ٿيندي آهي. حڪيمن چواڻي ٻوراٽي ڪيترن ئي بيمارين جي علاج طور ڪم اچي ٿو.

**ٻوراهہ**: تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو هن ديهہ ۾ ٻوراهہ، ٽنبو ميرمحمد حسن ۽ عمراڻي ڳوٺ شامل آهن.

**ٻور پوٽا**: هڪ ذات جو نالو جيڪا اڪثر حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ رهندي آهي.

**ٻورجي**: هن نالي سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ 10 ڳوٺ شامل آهن.

**ٻورجي**[2]: هن نالي سان تعلقي ميرپورخاص جي ديهہ "ٻورجي" ۾ هڪ ڳوٺ پڻ موجود آهي.

**ٻوڙي**: هيءَ ديهہ تعلقي لکي ۾ آهي، جنهن ۾ ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ بہ آهي. هن ڳوٺ ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري، مڊل اسڪول ۽ واٽر سپلاءِ بہ موجود آهي.

**ٻوڙي**[2]: هن نالي سان ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٻوڙي، ٻهار واهڻ، شهمير واهڻ، 'ويرناٽ'، 'ٻلاول ننگر'، 'حيدر پنر'، 'محمد رمضان بلوچ' ۽ 'روضي ڪلوئي' سنڌ جو مشهور تعليمدان، قانوندان ۽ سماج سڌارڪ، بئرسٽر نور محمد لاکير،

جنهن حيدرآباد ۾ نور محمد هاءِ اسڪول جو پايو وڌو. سو اصل هن ڳوٺ جو هو. هيءَ هڪ تاريخي ڳوٺ آهي، سيد ۽ انصاري مشهور ذاتيون رهن ٿيون.

**ٻوڙيءَ واري مسجد ۽ روضو:** اسلامي دور جي هيءَ اڏاوت خيرپور ناٿن شاهه کان 10 ڪلوميٽر ۽ ڪڪڙ کان 10 ڪلو ميٽر تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعي دادو ۾ آهي. ٻوڙي چڱو ڳوٺ آهي. هتي هڪ مسجد ۽ روضو ٺهيل آهي، جيڪي اٽڪل 150 سال کن پراڻا هوندا، يعني ميرن جي دور جا ٺهيل آهن.

**مسجد:** مسجد کي احاطو نڪتل آهي. ڏکڻ ۾ دروازو ڏنل آهي، جيڪو عام قسم جو آهي. مهاڙي وٽ ونگن سان دروازا ٺهيل آهن جيڪي اندر ٽن ڪمرن ۾ کلن ٿا. هر ڪڻ جي مٿان گنبذ ڏنل آهي. مسجد جي ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڪنڊن وٽ ڪنڊ جوڙون (quinches) ٺهيل آهن، جيڪي ڪمري کي اٺڪنڊو ڪن ٿيون. جن مٿان گنبذ ٺهيل آهي. مهاڙيءَ جو وچون حصو ٻين حصن کان اوچو آهي. اندران مسجد ٽن حصن (Bays) ۾ ورهايل آهي. جن تي وڏيون ونگون نڪتل آهن اندر پيل پاوا ٺهيل آهن. حجري جي مک وچين ڪمري ۾ محراب ٺهيل آهي. اندران توڙي ٻاهران ڏنڊلا ڇت بيٺل اٿس.

**روضو:** روضو مسجد جي اتر ۾ ٺهيل آهي، جيڪو چوڪنڊي رٽ جو آهي. روضي جي مهاڙي اوڀر طرف آهي، جنهن ۾ ونگن سان نندو در لڳل آهي. دروازي جي اندرئين پاسي برجن وانگر واڌوڙا آهن. لنگهه کي دروازو ڏنل ڪونه آهي. لڳي ٿو ته تعمير جو ڪم اڌ ۾ روڪيو ويو آهي. اندر ڪمرو چورس آهي. ڪنڊن وٽ ڪنڊ- جوڙون ٺاهي ڪمرو اٺڪنڊو ڪيو ويو آهي. جنهن جي مٿان گول گنبذ اڏيو ويو آهي. ڪمري جي ٽن پاسن کان ڪڻ ونگاٺل جارا (Recessed Arched Niches) ٺهيل آهن. روغني ڇٽ حاشيي (Dado)، ڪارنس (Cornice)، ۽ گنبذ جي اندران پسي سگهجن ٿا. مقبري جي وچ تي 3 قبرون ٺهيل آهن. جن جي مٿان خوبصورت ڪاٺ جي ڇتي ٺهيل آهي. هن مقبري جي اڏاوت جي خاص وصف (Feature) مهاڙي ۾ ٻاهران ڏنل وڏيون ڪوئيون آهن، جن تي ڪڻ ونگون لنگهه واري پاسي ڏنل آهن، جيڪي ٻين مقبرن ۾ ڪونه ٿيون نظر اچن.

**ٻُوري:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ صرف هڪ ڳوٺ "مشڪول چانديو" آباد آهي.

**ٻوريجي:** ضلعي سانگھڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: حاجي قائم الدين شر حاجي حسن قائم خاني، هادي بخش، عبدالله شاهه، محمد شريف، حاجي حميد، اسحاق وساڻ، غلام حيدر، دوست محمد وساڻ ۽ ورڻو وساڻ.

**ٻوڙا رعيتي:** ضلعي حيدرآباد جي تعلقي لطيف آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: 'بخشو رند' 'عدل نوناري'، 'چوڌري سليم'، 'صديق ميربحر'، 'ورڪشاپ'، 'ڏاتو جمالي'، 'ٻهاري ڪالوني'، 'خوشحال هوڙو'، ۽ 'الهه بخش ماڇي'.

**ٻوڙاڻ:** ڪنن جي هڪ بيماري، جنهن ۾ ٻڌڻ جي قوت (قوت سامعه) کي ٿورو يا گھڻو نقصان پهچندو آهي. ان جا ڪيترائي سبب آهن. هيءَ اهڙي بيماري آهي، جنهن مان سمعي نالي (نس) کي نقصان پهچي ٿو ڪن ۾ فاضل هڏي جو جمڻ به سماعت کي نقصان رسائيندو آهي. ٻوڙاڻ لاءِ عام طرح سيل وارا اوزار ڪم آڻيندا آهن. "ٻوڙاڻ" سبب ٻار يا وڏو اڪثر ڳالهائي نه سگهندو آهي، يعني گونگو ٿيندو آهي ڇو ته اهو ٻڌندو ڪو نه ته دهرائيندو ڪٿان؟ اها پيدائشي به ٿئي ته بيماريءَ کان به ٿئي. ڪن ادارن ۾ اڄڪلهه انهن کي چپن جي چرپر (Lip reading) سيکاري پوءِ ڳالهائڻ سيکاريو ويندو آهي. ان مرض لاءِ هاڻي ڪيترا اوزار نڪتا آهن، جن جي مدد سان ڪنهن حد تائين ٻڌي سگهجي ٿو.

**ٻوڙاٽا:** ٿر ۾ رهندڙ ميگھواڙن جي هڪ ذات.

**ٻُوڙائي ڪوئو** Bush Rat / *Golunda ellioti*: هيءَ ڪوئو ڏسڻ ۾ گهريلو ڪوئي جهڙو پر ان کان قد بت ۾ ننڍو آهي. مٿيون حصو ۽ سڄي پڇي دڙڳ دڙڳ ناسي آهيس. پيٽ سليٽي ٿئيس ٿو پڇ جسم ۽ مٿي جي پيٽ ۾ ننڍو اٿس. اکيون وڏيون ۽ ڪَن وچولي ماپ جا گول ۽ ٻجدار هوندا اٿس. ٻين ڪوئن جي ٻرن ۾، پٿر جي ڍيرن ۾ يا پنهنجن کوٽيل ٻرن ۾ رهندو آهي. ڏينهن جو به سرگرم هوندو آهي ۽ گاهن، پٽرن جي وچ ۾ ٻوڙندو وتندو آهي. ٻوڙن ۽ وڻن تي چڙهي ٻج، ننڍڙا گول ميوا ۽ ساوا سلا کائيندو آهي. مادي هڪ وقت ۾ چار ٻچا ڏئي ٿي.



**ٻوڙي:** هڪ قسم جو ننڍڙو موسمي پکي، جيڪو ڪتيءَ جي فصل پچڻ وقت ايندو آهي ۽ سنگن تي ويهي داڻا چڳندو آهي، هي اهڙو نرجو پکي آهي جو هاري گهڻي ئي هڪلون ڪندو. ڪاناٽيءَ جا ٺڪاءَ ڪندو ته به نه اٿندو. جڏهن ڪاناٽيءَ جو ڳوڙهو اچي پري ۾ پوندس تڏهن اڏري ويندو.

**ٻوڙي:** ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ پنج ڳوٺ آباد آهن. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي. هن نالي سان ديهه "ٻوڙي"، تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ "ٻوڙي ڍنڍ" موجود آهي.

**ٻوڙي ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلع دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي ڳوٺ خانپور ۾ واقع آهي. هتي مڇيءَ ۽ پکيءَ جو شڪار ٿيندو آهي.

**ٻوسڻ:** ملتان ۽ بهاولپور جي سرائڪي پٽيءَ کان آيل غير سماٽ ذات جا ماڻهو، جيڪي، سرائڪي زبان ڳالهائين ٿا ۽ صرف لاڙڪاڻي شهر ۾ آباد آهن. سنڌن چوڻ آهي ته اسين پنهنجي مرشد کي ٻوسي (چمي) ڏيندا هئاسين. ماڻهو ۽ مريد اسان کي ٻوسه زن (چمي ڏيندڙ) چوڻ لڳا ۽ پوءِ اهو لفظ ڦري ٻوسڻ ۽ ٻوسڻ ٿيو ان بعد اسين ذات جا "ٻوسڻ" (سرائي) سڏجڻ لڳاسين.

**ٻُوڦو:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ چار ڳوٺ آباد آهن: 'جتن جي واند' (جت وڏيا)، 'سومراڻي وڏيا'، 'قائم خان وڏيو' ۽ 'ٻوڦو'.

**ٻوڪ:** پنجاب کان آيل جت (جاٽ) آهن. هن وقت هي سنڌ جي جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي ڪلهوڙا دور ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا. دادوءَ جي پرسان هن قبيلي جو هڪ ڳوٺ "ٻوڪ" جي نالي سان مشهور آهي. پنجاب ۾ ٻوڪن کي "ٻُڪ" چون ٿا. هي هن وقت سماٽ ۾ داخل آهن.

**ٻوڪاني/ ٻوڪي:** مٽي ۽ ڳچيءَ کي ڪپڙي ويڙهڻ جو هڪ نمونو. مٽي تي ڪپڙو ڪري، ٻيئي پَلوَ ڪنڌ پويان ٻڌجن يا ڄاڙيءَ هيٺان ڪپڙو ڏيئي، ٻيئي پَلوَ مٽي تي ٻڌجن. استاد بخاريءَ جي مشهور لوليءَ ۾ ٻوڪي لفظ هن ريت ڪم آيو آهي:

پيٽون توکي ٽوپي وجهنديون،
اجرڪ آڻي "ٻوڪي" ٻڌنديون،
چوڏس چمڪي تنهنجي چولي،
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي.

**ٻُوڪَر:** تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ٽي ڳوٺ شامل آهن: 'غلام قنبر ڏاهري'، 'محمد ڳبول'، ۽ 'نظر محمد پنجابي'.

**ٻوڪي:** اها عورت، جنهن کي زيور پيل نه هجن.

**ٻوڪي**[2]: تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻوڪي**[3]: ساڳئي نالي سان حيدرآباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. غريب آباد، سئو شورو، باغ واهه، اميد علي شاهه، ملو وگهامل، سلطان شورو، نور محمد سولنگي، خميسو شورو، رحمت الله شورو، حامد شورو، ڏنو وڪو، قاسم فقير جي وسي ۽ ڏاٺلو پٽيل.

**ٻوگهي**: بلا جو قسم. (ڏسو: "ٻه منهين".)




**ٻول اسان جي ٻارن جا** (ڪتاب): مشهور شاعر آصف منياڻويءَ جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو مجموعو. 64 صفحن جو ڊيمي سائيز ۾، 1994ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، ٽنڊي جام ڇاپيو آهي، جنهن جي قيمت 20 رپيا آهي. هن ۾ شامل گيت ۽ نظم ٻارن جي ڏانءَ ۽ پسند وٽان آهن.

**ٻولهاري**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻانديو'، 'ڪِرٻارو'، 'موحايو'، 'ٻولهاري'، 'سينهڙي جو ڪوهي' ۽ 'ويهاٽو'. هن ديهه ۾ انهيءَ نالي سان ڳوٺ ۾ رهندڙن جو تعداد ساڍا چار سؤ ڪن آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻولهاڙي**: ڪوٽڙيءَ کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ريلوي اسٽيشن ٿي سگهي ٿو ته اها ايراضي نشيبي هجي، جنهن ۾ مينهن جو پاڻي (ٻلر) وڏيڪ ايراضيءَ ۾ ڍنڍ وانگر بيهندو هجي. محمد بن قاسم کي نيرون ڪوٽ ڏانهن ويندي اهڙي جوءِ نظر آئي هئي، جتان نيرون ڪوٽ ويجهو هو ان جوءِ جو پاڻي دل کي فرحت ڏيندڙ ۽ صاف شفاف هو ممڪن آهي ته اها جوءِ ٻولهاڙيءَ ۽ ان جي آسپاس واري هجي، جنهن کي 'ولهار' چيو ويندو هو جنهن مان ٻلهار، ٻلهاڙي ۽ پوءِ ٻولهاڙي ٿيو هجي. نئن بارڻ جو قديم دور ۾ ڇوڙ به انهيءَ ئي واديءَ ۾ ٿيندو هوندو. جڏهن ته درياهه اڃا نصرپور يا ساڪري ڍنڍ واري وهڪري وٽان وهندو هو. نئن بارڻ جو سمورو پاڻي درياهه واريءَ زمين کي سيراب ڪندو هوندو.

**ٻولهاڙي**[2]: ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ ڪوٽڙي شهر جي الهندي طرف آهي. انگريزن جي زماني ۾ هتي فوجي ڇانوڻي هئي، جتي جهاز لنگر هڻندا هئا. هتي پرائمري اسڪول ۽ پوسٽ آفيس موجود آهن. مختلف ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا. هيءَ تعلقي ڪوٽڙيءَ جو هڪ ٽپو ۽ يونين ڪائونسل پڻ آهي، جنهن ۾ ديهه "سون ولهار" شامل آهن.

**ٻولهاڙي**[3]: هي هڪ ديهه جو نالو آهي، جيڪا ٽپي گڏاپ، تعلقي ڪراچي ۾ آهي. ٻولهاڙي ڊوري جي ڪري ان ديهه تي اهو نالو پيو. هن ديهه جون حدون هڪ طرف ضلعي ڄامشوري سان ملن ٿيون.

**ٻولي**: ٻولي سماج ۾ انساني زندگيءَ جي هر هڪ پهلوءَ سان واسطو رکي ٿي، ان ڪري ان جي اهميت تمام گهڻي آهي. لفظ 'ٻولي' "ٻولڻ" مان نڪتل آهي، جيڪا هڪ اهڙي قوت آهي، جنهن جي ذريعي ساهوارا هڪ ٻئي سان رابطو رکي سگهن ٿا. ٻولڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ فرق شعور جو به آهي ته نواڻ جو به. جانور ٻوليندا آهن ۽ هميشه هر هنڌ هڪ جهڙو ٻوليندا آهن. جڏهن ته انسان ڳالهائيندا آهن، ۽ سندن ٻوليون وڌنديون ويجهنديون تبديل ٿينديون آهن

1. هر ڪو جسماني توڙي دماغي طور صحتمند ماڻهو ننڍپڻ ۾ پنهنجن ڳالهائڻ وارن عضون ذريعي پيدا ڪيل آوازي رابطي ذريعي ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ جا عمل سکي ٿو. انهيءَ وسيلي سان هو ڄاڻ منتقل ڪري ٿو. پنهنجن جذبن ۽ احساسن جو اظهار ڪري ٿو ٻين جي عملن تي اثرانداز ٿئي ٿو ۽ انهن سان دوستي يا دشمنيءَ وارا ناتا رکي ٿو

2. آوازي سرشتي جي مختلف جوڙجڪ سان مختلف ٻوليون وجود ۾ آيل آهن ۽ اهو چئي نه ٿو سگهجي ته ڪيتري فرق سان هڪ ٻولي ٻيءَ کان جدا سمجهي وڃي، ڇو ته ڪي ٻه ٻه ماڻهو ٻه گروهه، ٻه قومون بنهه هڪجهڙو نه ڳالهائيندا آهن. تنهن هوندي به جنهن سطح تي ڪو ماڻهو ڪو گروهه يا ڪا قوم ٻئي کي سمجهڻ ڇڏي ڏئي، ان کي ٻوليءَ جو فرق چئي سگهجي ٿو ننڍي سطح تي فرق کي لهجن جو فرق چئبو آهي. (ڏسو: لهجا)

3. گروهن جي ٻوليءَ جي بنياد تي سڃاڻپ انهن جي پهرين ٻوليءَ يا مادري ٻوليءَ جي بنياد تي ٿيندي آهي، جيڪا ٻار پنهنجي ماحول مان فطري طور سکندو آهي. البته اڪثر سماجن ۾ هڪ "ٻي" ٻولي به موجود هوندي آهي، يا سگهي پوندي آهي ۽ اهڙا سماج ٻه- ٻوليائي ٿيندا آهن يا گهڻ ٻوليائي (Bilingual & Multilingual).

4. انسان شين ۽ واقعن کي نالا ڏيئي شين ۽ واقعن جون آوازي علامتون ٺاهي، پنهنجن ساٿين سان ونڊي يا شيئر ڪري ٿو تڏهن ئي هو هڪ ٻئي کي سمجهي سگهندا آهن. اهي علامتون هو شعوري طرح نه ٿو ٺاهي، بلڪ ازخود ٺهيل آهن ۽ انهن ۾ هڪڙو ربط آهي. ان ڪري لسانيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته "ٻولي" پاڻمرادو اختيار ڪيل آوازي علامتن جي تنظيم آهي، جنهن جي ذريعي هڪ گروهه جا ماڻهو هڪ ٻئي کي سمجهي سگهن ٿا".

گفتگوءَ واري ٻولي آوازن جي تواتر مان ٺهي ٿي ۽ انهيءَ ساڳئي طريقي سان ٻڌندڙ جي ڪنن تي پوي ٿي. ايئن ماڻهوءَ جو ٻئي ماڻهوءَ سان لاڳاپو جڙي ٿو ان ڪري چئبو ته ٻولي قدرت جو هڪ معجزو ۽ انساني سماج جو وڏو ڪرشمو آهي. زبان جي ايجاد، تعمير ۽ ترڪيب جي تاريخ هزارين سالن تي پکڙيل آهي. جڏهن کان انسانذات گڏجي رهڻ شروع ڪيو ڪين هڪ ٻئي سان رابطو رکڻ لاءِ ڪنهن ذريعي ڪنهن وسيلي جي ضرورت محسوس ٿي هوندي ۽ اهو وسيلو هو "ٻولي". اها انسان پاران هڪ پاڻمرادي اختيار ڪيل آوازي علامتن جي تنظيم آهي، جنهن جي ذريعي هو پنهنجو مافي الضمير ٻئي انسان تائين پهچائي ٿو ٻوليءَ جي ارتقا، انسان جي سماجي ۽ ثقافتي ارتقاء سان سلهاڙيل رهي آهي، جيترو ڪو سماج ترقي يافته هوندو، اوترو ئي ان جي ٻولي به ترقي يافته هوندي. هر ٻوليءَ جي پنهنجي منفرد خيال جي دنيا آهي، جنهن جو پنهنجو لفظن جو ذخيرو، صوتي ۽ نحوي نمونا آهن. ٻوليءَ جي لحاظ کان دنيا جي ڇهه ارب آباديءَ کي ڇهن هزار گروهن (Communities) ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جن مان وڏي ۾ وڏو مينڊرين چيني ڳالهائيندڙن جو گروهه آهي، جنهن ۾ 900،000000 (نوي ڪروڙ) ماڻهو آهن. جيڪي پوري دنيا جي ماڻهن جو اٽڪل ڇهون حصو آهن. ان کان پوءِ 30 ڪروڙ انگريزي ۽ 30 ڪروڙ اسپيني ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو آهن. تان جو اڌ درجن کن اهڙن گروهن جون ٻوليون به آهن، جن جا ڳالهائيندڙ پنجن هزارن کان به گهٽ آهن. هزار کن ٻوليون اهڙيون به آهن، جن جا باقي ڪي درجن کن ڳالهائيندڙ بچيا هوندا ۽ اهي موقوف ٿيڻ جي خطري ۾ آهن. انسان جي تاريخ ۾ ڪنهن به هڪ ٻوليءَ وارو گروهه هڪ فطري ايڪي جي حيثيت رکي ٿو ۽ صرف هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو ئي هڪ مشترڪ تاريخ رکي سگهن ٿا. هر زنده ٻولي بزرگن کان ٻارن ۾ منتقل ٿيندي آهي ۽ اهي ئي هر قسم جي روايتن کي اڳيان کڻي ويندا آهن. زندگيءَ وانگر ٻوليون به مسلسل تبديليءَ جي عمل مان گذرنديون رهن ٿيون.

ڪنهن به ٻوليءَ جي تاريخ در اصل ان جي ڳالهائيندڙن جي تاريخ هوندي آهي، جنهن ۾ سندن قوت، ثقافت، سوڀون، مان سنمان، ڀاڄ ۽ ڪڏهن ڪڏهن هار ۽ اپاڄ جا احوال ڏسي سگهبا آهن. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته ڪنهن ٻوليءَ جو اپياس، ان جي ڳالهائيندڙ قوم، ان جي سماج، تهذيب، تمدن، تاريخ ۽ ثقافت جو اپياس هوندو آهي، ڇو جو هر ڪا ٻولي انساني عمل جي پيداوار آهي. ٻولي، انساني سماج ۽ سندس سڀيتا کي زنده ۽ محفوظ رکڻ جو واحد وسيلو مڃي وئي آهي. لسانيات ٻوليءَ جي علم کي چئبو آهي. (ڏسو: لسانيات). اها هڪ سائنس آهي، جيڪا سوشل سائنس (سماجي سائنس) سان واسطو رکي ٿي، ان موجب ٻولي انسانذات سان گڏ وجود ۾ آيل آوازن، آوازي نشانين ۽ علامتن جو هڪ اهڙو نظام آهي ۽ اهڙي تنظيم ۽ عمل آهي، جنهن جي مدد سان هڪ سماجي گروهه جا ماڻهو هڪ ٻئي سان وهنوار رکن ٿا، واسطو ۽ تعلق رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي کي سمجهن ٿا. ٻولي هڪ فطرتي ۽ قدرتي عمل آهي. جيئن ٻوليءَ ۾ آوازن جي اچارڻ ۽ لفظن جي جڙڻ ۾ صوتياتي سٽاءُ ۽ تنظيم آهي، ايئن ئي فقرن ۽ جملن ۾ لفظن جي بيهڪ ۽ انهن جي ساخت، ڦيرن ۽ ورڻ ڪرڻي جوڙجڪ ۾ به هڪ تنظيم آهي ۽ اهو سمورو نظام پاڻمرادو جڙيل آهي، ڪنهن جي شعوري ڪوشش جو ان ۾ ڪو عمل دخل ڪونهي، انهيءَ سموري نظام جي ان وقت تائين ڪا اهميت ڪانهي، جيستائين ان جي ذريعي سماج جي فردن ۾ هڪ ٻئي کي سمجهائڻ جي قوت نه آهي، يعني لفظن ۽ جملن جي خاص بيهڪ ۾ معنيٰ ۽ مفهوم جو هئڻ ئي ٻوليءَ کي ٻولي بڻائي ٿو.

ان سموري نظام کي سمجهڻ لاءِ جن علمن جي ضرورت پوي ٿي، اهي علم لسانيات جا مختلف ڀاڱا آهن: صوتيات، صرفيات، نحويات ۽ معنويات (وڌيڪ ڏسو اهي داخلائون)

ٽلهي ليکي اظهار جا ٻه طريقا آهن. هڪڙو ڳالهايل ٻولي ۽ ٻيو لکت (لکيل ٻولي). جڏهن ڪو به ماڻهو ڳالهائي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ٻن ماڻهن جو هڪ ٻئي جي سامهون (يا ڪنهن وسيلي سان جيئن فون ٽيليويزن ۽ ريڊيو وغيره) هئڻ ضروري هوندو آهي. هڪڙو ڳالهائيندڙ ته ٻيو ٻڌندڙ. ان ڳالهائڻ ذريعي صرف ڳالهائڻ جا عضوا يا آوازن جي ترتيب ۽ تنظيم ٻئي تائين نٿي پهچي، بلڪ چهري جا تاثر، نراڙ جو گهنج يا چپن جي مرڪ، هٿن جي حرڪت، آواز جا لاها چاڙها، بلڪ ٽهڪ، رڙ پڻ انهيءَ کي واضح نموني ٻئي تائين پهچائڻ ۾ مددگار ٿين ٿا. اهي بصري علامتون هونديون آهن، جيڪي ثقافتي طور مختلف قومن ۽ جاتين ۾ ساڳيون يا جدا جدا ٿي سگهن ٿيون.

ٻولي جيئن ته بنيادي طرح علامتن جو نظام آهي، ان ڪري اهي علامتون ظاهر ڪرڻ جا طريقا پڻ بيان ڪرڻ ضروري آهن. ڳالهايل ٻوليءَ جون علامتون مٿي بيان ڪيون ويون آهن. انهن ساڳين علامتن کي هڪ ٻئي طريقي سان ظاهر ڪرڻ جي ضرورت ان وقت پيش آئي، جڏهن اظهار ڪرڻ وارو اڪيلو هو ۽ وٽس ٻڌڻ وارو موجود ڪو نه هو. هن ڪا ڳالهه ڪيس يا وڌيڪ ماڻهن کي چوڻ چاهي، محفوظ ڪرڻ چاهي ته هن علامتن طور خاڪا، نقشا، تصويرون ۽ اکر تخليق ڪيا ۽ انهن کي به علامتن واري نظام جي شڪل ڏني. ايئن لپيون وجود ۾ آيون (وڌيڪ: ڏسو لپي). ايئن هڪڙن انسانن ٻين انسانن تائين ٻولي لکت ذريعي پهچائي. اهو نظام ترقي ڪندو، اڄ ڪمپيوٽر جي ٻوليءَ واري منزل تي پهتو آهي. مجموعي طرح ٻولي ابلاغ جو اهو نظام آهي، جيڪو ڳالهائڻ ۽ لکڻ جا وسيلا استعمال ڪري ٿو. ٻوليءَ جو معنيٰ سان تمام گهرو تعلق آهي. بنا معنيٰ جي ٻولي، ٻولي نه پر محض آواز آهي. معنائن جي ڏس ۾ چئي سگهجي ٿو ته هر ٻوليءَ ۾ هڪڙيون لغوي معنائون هونديون آهن ۽ ٻيون اصطلاحي، انهن جي پٺيان ڊگهي تاريخ هوندي آهي، جنهن ۾ ثقافت، يا ڪلچر جو وڏو ڪردار هوندو آهي.

**ٻولي ۽ ڪلچر:** اهو ته سڀ ڪو ڄاڻي ٿو ته ٻولي محض انفرادي اظهار ۽ ابلاغ نه، پر انسان جي گڏيل زندگيءَ ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪندڙ وٿ آهي. انساني زندگيءَ جي مجموعي طور هر پهلوءَ سان لاڳاپيل عنصرن کي گڏي ثقافت يا ڪلچر چئجي ٿو. ٻولي انسان جي ڪلچر جو حصو آهي. علم الانسان جا ماهر ٻوليءَ ۽ ثقافت جي تعلق بابت تمام واضح آهن. انسان ڪائي ٿو پيئي ٿو يا ڪپڙا پائي ٿو اها ثقافت نه، پر سندس حياتياتي گهرج آهي، پر هو اهي ڪم ڪيئن ڪري ٿو ڪهڙا کاڌا کائي ٿو ڪهڙا مشروب پيئي ٿو يا پوشاڪ جو وٽس ڪهڙو نمونو آهي، اهي ڳالهيون ڪلچر جو حصو آهن ۽ اهي هر ڪو گروهه، جاتي يا قوم پنهنجي پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ سان ڪندي آهي. انهيءَ خاص رنگ ڍنگ کي ان قوم جو ڪلچر يا ثقافت چئبو آهي (وڌيڪ: ڏسو ثقافت). ٻولي ان جو سڀ کان اهم پهلو آهي ۽ اها ثقافتي طرح منتقل ٿيندي آهي، مائٽن ۽ وڏڙن ذريعي اها منتقل ٿئي ٿي، ٻولي ڪلچر کي اڳتي وڌائي ٿي ۽ ڪلچر ٻوليءَ کي اڳتي وڌائي ٿو. لکيل ٻوليءَ ذريعي ادب ۽ ادب ذريعي ٻولي اڳتي وڌن ٿا.

**دنيا جي ٻولين جي ورهاست ۾ ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جو مقام:** دنيا جي ٻولين جي ورهاست ٻن بنيادن تي ڪري سگهجي ٿي: نسلي طور (جينيٽڪ) يا ساخت جي هڪجهڙاين موجب. نسلي طور تي ڪيل ورهاست ۾ اهي سڀ ٻوليون، جيڪي ڪنهن هڪ ماءُ ٻوليءَ مان نڪتيون هجن، هڪ هنڌ رکيون آهن، جنهن ۾ ٻولين جي قدامت جا رڪارڊ جانچيا آهن ۽ اصلوڪين ٻولين(Proto-languages) جي جوڙجڪ ذريعي نتيجا ڪڍيا آهن. جڏهن ته ٻولين جي ساخت جي هڪجهڙاين يعني گرامر جي هڪجهڙائيءَ بابت ڪا واضح ورهاست هن وقت تائين ڪانه ڪئي وئي آهي. البته هڪ ٻيرو ٻوليءَ جو اصل نسل معلوم ڪري پوءِ وري گرامر واري ساخت جي بنياد کي به ان سان لاڳو ڪري سگهجي ٿو. انهن اصولن موجب ٽلهي ليکي ٻولين کي ڪيترن ئي گروهن ۾ ورهايو ويو آهي.

**هند- يورپي (انڊويورپين):** ڪل نون اهڙين ٻولين مان ست يورپ ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. مثلاً: يوناني، ڪيلٽڪ، بالٽڪ وغيره. ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جي نسلي ورهاست ۾ پاڪ-هند ننڍي کنڊ کانسواءِ نيپال، سڪم، ڀوٽان وغيره جون ٻوليون ٻن گروهن ۾ ورهايون وڃن ٿيون. هند آريائي (انڊو آرين) ۽ ايراني، جيڪا هند يورپيءَ جي هند ايراني گروهه جي ٻولي آهي. هن خطي ۾ ڪجهه اصلوڪيون ٻوليون، ڪجهه دراوڙي ۽ ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ٻيون (بروشسڪي وغيره) ۽ چين، تبت جون ٻوليون اچي وڃن ٿيون.

هند يورپي ٻولين جي هند آريائي شاخ جون اڪثر ٻوليون برصغير ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. جيتوڻيڪ ان شاخ کي اهو نالو ڏنو ويو آهي، پر ان جي باوجود ڪيتريون هتان جون اصلوڪيون ٻوليون ان ڪري هن گروهه ۾ شامل ڪيون وڃن ٿيون، ڇو ته اهي انهن ٻولين سان گهڻو لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري انهن سان گهڻي مشابهت ڏيکارين ٿيون. هتان جو اڳاٽيون پروٽو-آرين اصلوڪيون توڙي آريائي گروهه جون ٻوليون آهن: بنگالي، مراٺي، مشرقي ۽ مغربي هندي گجراتي، لهندا ۽ سنڌي (وڌيڪ ڏسو: سنڌي ٻولي).

دراوڙي ٻولين واري خاندان ۾ عام طور ڏکڻ هندستان جون گهڻيون ٻوليون اچن ٿيون، جن ۾ نمايان ڪنڙ، تامل، تيلگو ۽ ملايالم ۽ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڳالهائجندڙ بروهي ٻولي شامل آهن. هڪ نظريي موجب (پرپولا)

سنڌيءَ کي ٻه دراوڙي يا پروٽو دراوڙي دفعي جي ٻولي سمجهيو ويو آهي. (وڌيڪ: ڏسو دراوڙي ٻوليون)

منڊا ۽ ٻيون ٻوليون: اهڙيون اٽڪل 16 ٻوليون هندستان جي علائقن ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. انهن کي ڪن ماهرن آسٽرو ايشيائي ٻولين جي خاندان سان لاڳاپيو آهي.

**ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ** (سنڌي ٻوليءَ جون لپيون) (ڪتاب): سنڌ جي ٻوليءَ جي عالم ۽ لسانيات جي ماهر (ڀاشا وگياني) ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي جو هيءُ ڪتاب، ٻوليءَ جي سرشتي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي لپين بابت هڪ تاريخي ۽ مستند ڪتاب آهي. هن ڪتاب جا ست باب آهن. پهريون




باب "ٻوليءَ جي سرشتي" بابت آهي، جنهن ۾ ٻولي ڇا آهي؟ ٻوليءَ جي بناوت ۽ بيهڪ، شبد ڀنڊار، انسان ۽ ٻين ساهه وارن جي ٻوليءَ ۾ فرق ۽ ٻوليءَ جون مکيه خاصيتون، ٻولي ۽ سماج، ٻوليءَ جو استعمال، زندهه ٻوليءَ ۾ لازمي تبديلي، وياڪرڻي روپن جي تبديل، ٻولي ۽ علائقائي لهجا وغيره بيان ٿيل آهن. ٻئي باب ۾ ٻولي ۽ لکاوٽ ۽ حرف ۽ ان جي بدليل روپ، روايتي صورتخطي ۽ لکت ۽ معياري ٻولي بابت ذڪر آهي. ٽئين باب ۾ لکاوٽ جو اتهاس ۾ ٻوليءَ جي لکڻ جا نمونا: چترلپي (Pictography)، ڀاوَ- ليک (Ideography)، آوازي لکاوٽ (Phonetic writing) ۽ ورڻ يا حرفي لکاوٽ (Alphabetic writing) سان گڏ ننڍي کنڊ جي لپين جو اتهاس پيش ڪندي، سنڌو سيپتا لپي ۽ براهمي لپيءَ جي اوسر بيان ڪيل آهي. چوٿين باب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لپين جو تفصيل ڏنو ويو آهي، سنڌو لپي (موهن جي دڙي جي لپي)، کروشتي لپي، برهمي لپي ۽ ناگري لپي. گڏوگڏ انگريزن جي دور ۾ لکجندڙ لپين جي نمونن (خدا آبادي، شڪارپوري، ساکرو، ڀاٽيا، خواجڪي، ٺٽئي، ڪڇي) ۽ عربي سنڌي لپيءَ سان گڏ سنڌي لپي ۽ ٻين آڳاٽين لپين بابت مواد موجود آهي. پنجين باب ۾ عربي- سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا جي دور تي بحث ڪيو ويو آهي، ڇهين باب ۾ انگريزي دور ۾ عربي سنڌي لکاوٽ ۽ ان جي جديد ترتيب تي تنقيدي نظر وڌي وئي آهي. جڏهن ته ستين باب ۾ برصغير جي آزاديءَ کان پوءِ عربي سنڌي صورتخطيءَ جو سنڌ ۽ هند جي تناظر ۾ جائزو ورتو ويو آهي. هي ڊيمي سائيز جو ڪتاب 208 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 130 رپيا آهي، ان جو پهريون ڇاپو اکل ڀارت سنڌي ساهتيه ودوت پريشد، دهلي (انڊيا) پاران شايع ڪيو ويو آهي.

**ٻوليءَ جو شڪار**: ٽاڙهي جي ٻولي ڪري، ٽاڙهي جي شڪار ڪرڻ کي "ٻوليءَ جو شڪار"، چئبو آهي. ٽاڙهي جي ٻولي ڏکي ٻه آهي ته سولي ٻه. عام طرح وڏا شڪاري ڇوندا هئا ته ٽاڙهي جي ٻولي سکڻي هجي ته ڪڪڙ جي ننڍڙي ٻچي کان سکو. هڪڙا شڪاري ڇپن سان ٻولي ڪندا ته ٻيا ٻولي ٺاهي ڪٺي ايندا. هن طرح جو پيڻ پکيءَ جي ڪنپ جي وچين ڏانڊيءَ تان سنها ڪنپ لاهي، ڏانڊيءَ جو وچ وارو چار انچ ڪن ٽڪر بچائبو. پوءِ ان کي ڇيت نموني ڪل لاهي سنهو ڪري هڪ ڇيڙي تي سڳو ٻڌي باقي بچيل ڏانڊيءَ کي ٻيڙو ڪري پٽ جي ٻڌل تند کي پيڻ ۾ ڦاسائي. ڏانڊيءَ جا ٻئي پاسا ملائي ڇيڙي کي سڳو ٻڌي ڇڏبو جيئن پٽ وچ ۾ رهي. انهيءَ ٺهيل ساز مان جيڪا ٻولي نڪرندي، اها ٻڌي ٽاڙهو ڊوڙندو ايندو آهي. تان جو شڪاري ان کي بندوقون هڻي شڪار ڪندا آهن. انهيءَ قسم جو واڄو ڪونج جي ڪنپ ۾ بادام جي ڪائيءَ جو سنهڙو پردو وجهي به ٺاهيندا آهن.

**ٻوليون لوليون ٻارن جون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، بيخود بلوچ جو ٻارن لاءِ لکيل نظمن ۽ گيتن تي مشتمل آهي. 48 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 10 رپيا رکيل آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان، ايڊيوڪيشنل پريس، ڪراچيءَ، مان 1995ع ۾ ڇپيو. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڪراچيءَ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سهڪار سان باتصوير نموني 1998ع ۾ ڇاپيو.




**ٻوڻ**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'علي بخش مغيري'، 'باغائي چانڊيا'، 'گولي مار'، 'بڇل خان لغاري'، 'دوست محمد پرڳڙي' ۽ 'ڪالو چانڊيو'.

**ٻوو/ ٻئو**: مڇي کائيندڙ هڪ پکيءَ جو قسم. جنهن جي پٺي ميرانجهي ٿيندي آهي ۽ پاسن جا کنپ اڇا ٿيندا اٿس.

**ٻُوهه**: هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيندو آهي. ٿر ۾ ته هيءُ ٻوٽو عام آهي ۽ اهڙو گهاٽو اپرندو آهي، جو ڄڻ ته هن جي پوک ڪيل هجي. هيءُ ڀِڪي ٿڙ سان اپري ۽ ڏانڊين سان جهڳٽو ڪري ٻه بيهي ٿو. هيءُ الڳ به اپرندو آهي ته ٻيرڙين، موراڙين، ڪبڙين ۽ ڦوڳن جي وچ ۾ به اپرندو آهي. هن ۾ اڇو گول ڦل ٿئي ٿو، جنهن کي ٿري "ڊونڊڻ" سڏيندا آهن. هن ٻوٽي کي ٻڪريون، ڇيلا ۽ اٺ کائيندا آهن. هن جا ڦل روڙي وهاڻن ۾ وجهندا آهن، جيڪي تمام ڪونئرا ٿيندا آهن. ٻوهه کي چوپايو مال به کائيندو آهي. سڪل ٻوهه جون کائيون، غريب ماڻهو "ٻارڻ" طور ڪم آڻيندا آهن.



طبي لحاظ کان هيءُ ٻوٽو پسارڪي وکر طور ڪم ايندو آهي. حڪيمن جي چوڻ موجب پيشاب جاري ڪرڻ ۽ مثاني مان رائي ۽ پٿري ڪڍڻ ۽ مئل ٻار کي پيٽ مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ مفيد آهي.

**ٻُوهه**[2]: سر جي گلن مان ڇٽيل ٻج کي ٻڻ ٻوهه چوندا آهن.

**ٻُوهڙ/ ٻوئڙ**: پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ٻوهڙا**: ابڙن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات آهي. ڪن جاين تي هي ڏکڻ، واڍا (لاکا) به سڏجن ٿا. ٻوهڙا ۽ ٻوهيڙا ٻه مختلف ذاتيون آهن. ان ڪري ٻنهي جي وچ ۾ تميز ڪرڻ گهرجي.

**ٻوهڪي**: ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'غريب آباد'، 'مٺو شورو'، 'باغ واهه'، 'سيد علي شاهه'، 'مٺو شورو'، 'باغ واهه'، 'سيد علي شاهه'، 'مٺو وڳهامل'، 'سلطان شورو'، 'نورمحمد سولنگي'، 'خميسو شورو'، 'رحمت الله شورو'، 'حامد شورو'، 'ڏنو وڪو'، 'قاسم فقير وسي' ۽ 'ڏاٽلو پٽيل'.

**ٻُوهل**: صبح جا ماڪ وارا ڪڪر جيڪي ٿڌيءَ هير سان ڏکڻ کان اتر طرف وڃن.

**ٻوهٽي جون تحريرون** (ڪتاب): ڊاڪٽر الهداد ٻوهٽي جي تحريرن جو پهريون جلد، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد پاران ناز سنائيءَ ترتيب ڏئي،

1994ع ۾ ڇپايو آهي. پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز جي 246 صفحن تي مشتمل آهي. هن خوبصورت ڪتاب جي قيمت 75 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ٻوهئي صاحب جا ٻه مضمون، پنج انٽرويو، مختلف ڪتابن جا لکيل پنج مهاڳ، ٻه تقريرون ۽ هڪ مذاڪري جي رپورٽ شامل آهي. هن ڪتاب گڏ ڪرڻ ۾ مرتب کي نصير سارنگ، مختيار ملڪ، آزاد انور ڪانڌڙي، يوسف سنڌيءَ ۽ منصف چنا مدد ڪئي آهي.

**ٻوهيا**: هڪ ذات جو نالو. مشهور محقق ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو ۽ مشهور عالم ۽ سياستدان، عزيزالله ٻوهيو، هن ذات مان آهن.

**ٻوهي وارو ڀڙو**: هيءُ دڙو ديهه عثمان ملي تعلقي فيض گنج ضلعي خيرپور ۾ آهي. هن دڙي تي ڪافي ٺڪرائو آهي جيڪو اسلامي دور جو آهي. پر هي ماڳ جيئن ته هاڪڙي ڪپ تي آهي ان لاءِ کوٽڻ سان کي وٿون نروار ٿي سگهن ٿيون. ڪن عمارتن جا بنياد به ملن ٿا، جيڪي ٻڌائين ته هي ڪنهن بستي جي ڦٽل دڙن جا نشان آهن. هاڪڙي سان گڏ ۽ ڪوٽڏجي جي پر وارا ماڳ جانچڻ گهرجن جو اهي سنڌو سڀيتا جون ڪهنيون ڪڙيون ملائڻ ۾ مددي ٿي سگهندا. هي ماڳ ٻوهو ڳوٺ جي ريسٽ هائوس جي ڀرسان آهي.

**ٻَوئر، ٻَوئري، ٻَئاري، ٻَهر، ٻَرڙ** Gadwall / *Anas strepera*: بدڪ جو قسم. 51 سينٽي ميٽر جسامت جي هن بدڪ جا نر ۽ مادي مختلف رنگن جا ٿين ٿا. نر سرمائي ٿئي ٿو جنهن جو پويون حصو چمڪدار سرمائي اڇو ڪارو هوندو آهي. نَر کي مٿي ۽ پڇ تي ڪارو چٽو ٿئي ٿو. مادي جو رنگ هلڪو ڏڙڳ ڏڙڳ ٿئي ٿو ۽ اڇن کنين جو چمڪدار چٽو هوندو اٿس. ان جو نمونو نيرڳي (Mallard) جي ماديءَ جهڙو پر پيٽ اڇو ۽ ٽنگون هيڊيون ٿينديون آهن.



**ٻَوئو**: ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ ديهه جو نالو. جنهن ۾ ’باعيد مُلو‘ نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻَهارا**: ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو. ٺٽي ضلعي جو هيءُ مشهور ڳوٺ آهي، جيڪو ”ٻهارا“ ذات جي ماڻهن جي رهائش سبب انهيءَ نالي سان سڏجي ٿو هيءُ ڳوٺ بگهاڙ واهه جي ڪناري تي آباد آهي. هتي جي ماڻهن جو عام پيشو پَڪا، ٽڏا، ٽئونريون، رسا، واڄهه ۽ ڪارا ڻاهڻ آهي.

**ٻَهارڙي**: تعلقي مِٺيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’گوڙاسايو‘، ’ٻانڌي‘، ’ڏينٽون‘، ’ڪاجٺي‘، ’ڊاڀي‘، ’ڊالوري‘، ’ڳاگن‘ ۽ ’ڏانو رق‘.

**ٻهاڻُ**: ٻن سالن جي عمر جو جانور يا وهٽ، جهڙوڪ ڪودڙو، وڇيرو، گونرو، مرون وغيره.

**ٻه ڀائر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب کي سنڌي ساهتيه منڊل، حيدرآباد، سال 1930ع ۾ ڇپايو.

**ٻه پڙدا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبند رام سياڻي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا آهي. ڇاپو ٻهريون، آشا ساهت منڊل، مدرلئنڊ پريس، ڪراچيءَ، مان سال 1931ع ۾ ڇپايو.

**ٻه جاڙا ڀائر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 42 صفحا آهن ۽ قيمت ست آنا آهي، ڇاپو ٻهريون، سنڌي ادبي بورڊ، پنهنجيءَ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1960ع ۾ ڇپايو.

**ٻه درياهي**: تعلقي گهوڙا ٻاريءَ جي مختيارڪار جي آفيس ڪوٺڙي الهرڪئي شاهه ۾ آهي. اتان ڳوٺ اڏيرو لال ڏيڍ ڪوهه کن پنڌ تي آهي. سيٺ منگهن مل هن ڳوٺ ۾ اڏيري لال صاحب جو مندر جوڙايو جنهن تان ڳوٺ جو نالو ئي ”اڏيرو لال“ پئجي ويو. هتي چيٽي چنڊ جو ميلو وڏي ڌام ڌوم سان لڳندو آهي، انهيءَ ڳوٺ وٽان درياهه ڦٽي ٻه شاخون ٿئي ٿو ساڄي طرف واري درياهه کي ”اوڇتو“ ۽ کاٻي طرف واري درياهه کي ”حيدري“ چوندا آهن ۽ ٻنهي کي گڏي ”ٻه درياهي“ ڪوٺيندا آهن. هاڻوڪي ٽڪنڊياري ڊيلٽا جو مٿ به انهيءَ ٻه درياهيءَ وٽان شروع ٿئي ٿو اڳي پير پٺو ۽ ننگر ٺٽو به ڊيلٽا جي اندر هوندا هئا پر پوءِ گهاري واري ڪاري ۽ بگهاڙ واهه، جيڪي اصل ۾ درياهه جا ڦاٽ هئا، سي لٽجي ويا ته ننگر ٺٽو ڊيلٽا کان ٻاهر ٿي ويو. اوڇتو درياهه هتان هتي ڪيٽي بندر ڏانهن وڃي ٿو. اڏيري لال کان ڪيٽي بندر، درياهه جي رستي چاليهه ڪوهه ۽ سڌي رستي سان پنجويهه ڪوهه مفاصلو آهي. هن درياهه کي ’اوڇتو‘ انڪري به چوندا آهن جو درياهه اتان اوڇتو ڦاٽ ڪيو هو. هيءُ درياهه جو نئون ڦاٽ آهي پر اهو به اڳاٽو آهي. هن درياهه کي ڪيٽي بندر جي ويجهو ”ٽيٽياهه“ چوندا آهن، جنهن هنڌ درياهه وڃي عربي سمنڊ ۾ پوي ٿو. تنهن کان ٿورو اور پرو درياهه جو ٻيو به هڪ ڦاٽ آهي، جنهن کي ”حجامڙو“ چوندا آهن. ٽيٽياهه ۽ حجامڙو، ”ڳاڙهي“ جي ڳوٺ وٽان ڦٽن ٿا. ڳاڙهي کي ”رچل“ به چوندا آهن ۽ ڳاڙهي کان پري ٽيٽياهه کي ”جوئو“ سڏيندا آهن.

”حيدري“ ڦاٽ ڪيٽي بندر ۽ شاهه بندر، ٻنهي جي وچان وهي ٿو. حيدريءَ کان اٺ ڪوهه پري درياهه کي ٻيو به هڪ ڦاٽ آهي، جيڪو سڏبو ئي ”ڦاٽ“ آهي، اتي ”ڦاٽ“ نالي سان ڳوٺ به آهي. انهيءَ ڳوٺ جي آمهون سامهون ڳوٺ ”ڪارو ڇاڻ“ آهي، جتي ٽپال گهر، اسڪول، پوليس ٿاڻو ۽ ٽپيدار جي چائڙي: (ديرو) به آهي. حيدري درياهه جي پڇڙيءَ مان ”ميرواهه“ ۽ ”قلندري“ ڦاٽ نڪرن ٿا، جيڪي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪن ٿا. ڳوٺ ڪاري ڇاڻ کان ميرواهه ڦاٽ به ڪوهه کن پري آهي ۽ ان کان ميل سوا پري درياهه کي ”واهڻ“ چوندا آهن. ائين ڇپي ڇپي تي درياهه جا ٻيا نالا رکيل آهن. ميرواهه ۽ واهڻ جي وچ ۾ ”سوڪي“ نالي ڳوٺ آهي، جنهن ۾ اسڪول، ٽپيدار جي چائڙي(ديرو) وغيره آهن. هتي واپار جو چلتو چڱو آهي ۽ سارين جو واپار گهڻو ٿئي ٿو. ڳوٺ ”ڪارو ڇاڻ“ ۽ ڳوٺ ”سوڪيءَ“ ۾، چانورن ڏرڻ ۽ ڇڙڻ جون انجڻيون به آهن. ڳوٺ ”سوڪيءَ“ وٽان ”واهڻ“ مان درياهه جي هڪ شاخ ٿئي ٿي، تنهن کي ”سنهڙي“ چوندا آهن ”سوڪيءَ“ کان ست ڪوهه اوري، حيدري درياهه مان ”مل“ درياهه وهندو هو پر هاڻي اهو ڦٽي ويو آهي. ميرواهه، واهڻ ۽ سنهڙي، ٽيئي ”واسو ڪاريءَ“ مان لنگهي عربي سمنڊ ۾ وڃيو پون. هي ٻيو درياهه به ”ڦاٽ“ مان لنگهي ڪيٽي بندر ڏانهن وڃي ٿو. تنهنڪري ڪيٽي بندر ٻن دريائن جي وچ ۾ آهي. ڪجهه وقت کان وٺي ڪراچيءَ مان ڪاري ڇاڻ ۽ ڪيٽي بندر طرف لاريون وڃن ٿيون، انهيءَ ڪري آمد و رفت جي گهڻي سهوليت ٿي پئي آهي.

**ٻه دليون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آر. ايس. شرما جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي، جنهن ۾ 125 صفحا آهن. ڇاپو ٻهريون، آشا ساهت منڊل ڪراچيءَ، 1947ع ۾ ڇپيو.

**ٻهڊمي**: تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ جو نالو.

**ٻَهَراري**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان

ڳوٺ شامل آهن: 'ويرارو'، 'گورا لسيو'، 'ٻانڌي'، 'ڏسيتڻون'، 'ڪاڇني'، 'ڏاپي'، 'ڏالوڙي'، 'گاگن'، 'ڏانورو'، 'چوڙيل'، ۽ 'ٻتان گري'.

**ڀهراڙيءَ جي ڇانڊڪا عامل پٽنچائت جي ڏيتي ليتيءَ جي بندي**

**(ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڇانڊڪا عامل پٽنچائت طرفان لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 54 صفحا ڏنل آهن. هي ڪتاب ڇانڊڪا عامل پٽنچائت لاڙڪاڻي طرفان هندستان پرنٽنگ ورڪس، ڪراچيءَ مان 1935ع ۾ ڇپيو.

**ٻَهراٽو:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻهراٽو'، 'سگرام ڪولهي'، 'ٻانڌو'، 'پيتلي'، 'ڇٽات'، 'آلاٽي'، 'راساٽي'، 'ڏوڏواهه'، 'پوڏيسر'، 'ٻڙتلاءُ'، 'جوکي جو وانديو'، 'ننڍي جو وانديو'، 'پيهيءَ جو وانديو' ۽ 'ڏاتي جو وانديو'.

**ٻَهَڙَ:** هڪ ذات جو نالو.

**ٻِهَڙ:** متانهين زمين تي پاٽي پهچائڻ لاءِ ٻن نارن واري ترڪيب. اڪثر ڪڇي ۾، درياهه جي ڪنڌيءَ تي هيٺئين نار جي ڪڍيل پاٽيءَ کي مٿيون نار چڪي زمين تي پهچائي. تن اِن ترڪيب کي "ٻِهڙ" چئبو آهي.

**ٻه سڪيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻن ساهيڙين جو ذڪر آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب، سندر ساهتيه، حيدرآباد، 1933ع ۾ ڇپايو.

**ٻه ڪتاب** (ڪتاب): سنڌ جي نامور تعليمدان ۽ اديب مرحوم محمد اسماعيل عرسائيءَ جا ٻه ڪتاب: (1) بدنصيب ٿري ۽ (2) سنڌي سڀاجهڙا، هڪ جلد ۾ محترم عزيزہ شاهه ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه سهيڙي، سال 1998ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. خوبصورت پڪي جلد جي پني ۽ 175 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب "ٻه ڪتاب"، شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ، ڪراچيءَ پاران ڇپايو ويو آهي ۽ اُن جي قيمت 200 رپيا رکي وئي آهي. هن ڪتاب جو انتساب، سنڌ جي استادن، شاگردن ۽ نوجوانن ڏانهن، ان اميد سان ڪيو ويو آهي ته اُهي تدريسي، تعليمي ۽ ادبي مطالعي سان سنڌي معاشري جي مستقبل ۽ ايندڙ نسلن کي ذهن ۾ رکي، ايڪويهين صديءَ جي تعليمي، علمي ۽ معاشرتي تقاضائن کي سمجهي، حالتن کي منهن ڏيڻ جي احساس، فڪر ۽ جذبي سان پنهنجي فرض جي پورائيءَ ۽ ترقيءَ جي رستي تي هر نموني ۽ هر لحاظ کان صحيح راهه اختيار ڪندا. "ٻه ڪتاب" ۾ شامل پهريون ڪتاب "بدنصيب ٿري"، بالغن جي تعليم، خاص ڪري ٿر جي مسڪين ماروئڙن جي تعليم واري خيال کان ڊرامي جي صورت ۾ لکيو ويو هو، ۽ ٻيو ڪتاب "سنڌي سڀاجهڙا"، سنڌ جي تهذيب جي پسمنظر ۾ لکيل آهي.

**ٻه ڪنڊي جاگرافي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ماستر هريسنگهه جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻن ڪنڊن جي جاگرافي ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن ۽ قيمت ٽي آنا ڇاٽايل آهي. سڌومل جشنمل، اسلاميه پريس، لاهور مان 1894ع ۾ ڇپايو.

**ٻهلڻ:** تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'ٻهلڻ'، 'حاجي عبدالرحمان ملاح' ۽ 'ٻڙي ڳوٺ' شامل آهن.

**ٻه منڊيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 38 صفحا ۽ قيمت 3 آنا ڇاٽايل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ساهتيه پرچارڪ، اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1914ع ۾ ڇپايو.

**ٻه مُنهين بلا** Indian Sand Boa/ *Eryx johnii*/ Boidae: ڪٽنب جي هن نانگ کي ٻه منهن ٿيندا ئي ڪونه آهن. پر جيئن ته اهو ننڍڙو ٿلهڙو ۽ گول مٿول نانگ آهي انڪري ان جا ٻئي ڇيڙا هڪ جهڙا لڳندا آهن. ماڻهوان کي 'ٻه منهي' انڪري چوندا آهن. جو عام طور ان جي منڍي ۽ پڇ ۾ فرق ڪرڻ ٿورو ڏکيو آهي. اڪثر ماڻهو ان جي پڇڙيءَ کي به منڍي سمجهندا آهن. پاڪستان ۾ ان جون ٻه جنسون Eryx ۽ Gongylophis آهن.



هن بلا جو پڇ ننڍڙو ٿئي ٿو ۽ هڪدم ختم ٿي ويندو آهي. ان جو جسم گول ۽ چلر ننڍڙا ۽ گول ٿيندا آهن ته منهينءَ جون اکيون ننڍڙيون ۽ اک جي پتلي عمودي هوندي آهي. هيءَ بلا عام طور زمين ۾ اهڙي هنڌ زندگي گهاري ٿي، جتي ڪٽي ڪٽي ٻوڙا ۽ ٿورو گاهه هجي. اها کهري، پٿريلي ۽ پوسلي علائقي ۾ تمام گهٽ ملندي آهي. پنهنجي ٿولهه ۽ ننڍي جسم سبب تيزيءَ سان حرڪت نه ڪري سگهندي آهي. انڪري خطري جي وقت جسم کي گولائيءَ ۾ وڪڙ ڏيئي منڍي وچ ۾ لڪائي ڇڏيندي آهي. جسم ڦُندائيندي ۽ سُسائيندي آهي ۽ زور زور سان شوڪاريندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن پڇ ٻاهر ڪڍي ان کي هيڏانهن هوڏانهن لوڏيندي آهي. حالت بهتر ٿيڻ تي سڌي ٿي پيچي ويندي آهي. هيءَ بلڪل بي ضرر بلا آهي.

هيءَ ڪليل، خشڪ ۽ ميداني واريءَ واري علائقي جي بلا آهي. واريءَ ۾ پنهنجي منڍيءَ سان رستو ٺاهي گهڙي ويندي آهي. ٻه منهينءَ جا ڪجهه قسم پاڻيءَ ۾ به رهندا آهن. قد ۾ هڪ ميٽر کان مٿي به ٿينديون آهن. اڪثر رات جي وقت شڪار ڪنديون آهن. انهن جي خوراڪ ڪوئا ۽ پکي وغيره آهن. هن ڪٽنب جا ڪي قسم ٻچا ڏيندا آهن ته ڪي آنا. مادي اپريل کان جون تائين آنا يا ٻچا ڏيندي آهي ۽ آنن جي حفاظت به ڪندي آهي. ٻه منهي جنس جون بلائون سياري ۾ لڪ ڪنديون آهن.

**ٻَهٽي:** واپار جي اصطلاح ۾ پهريون سوڏو يا پهريون وڪرو. يعني دڪانداريءَ ۾ دڪان کلڻ کان پوءِ جيڪو پهريون گراهڪ اچي ۽ روڪڙا پئسا ڏيئي وکر خريد ڪري ته ان گراهڪ کي يا سوڏي عيوض مليل رقم کي "ٻهٽي" چئجي ٿو. اهو واپار جو سوڻ آهي. جيڪڏهن پهريون گراهڪ سوڏي وٺڻ کان سواءِ موٽي ويو ته واپاريءَ لاءِ اها بدسوڻي ٿيندي ۽ سڄو ڏينهن واپاريءَ لاءِ فائدي وارو تصور نه ڪيو ويندو آهي.

**ٻَهٽي**[2] (ڪهاڻي): مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار سراج ميمڻ جي "ٻهٽي" ڪهاڻي، سنڌي زبان ۾ لکيل بهترين ڪهاڻين ۾ شمار ٿئي ٿي.

**ٻَه واٽو/ ٻه واٽو:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ شامل آهن. عام اصطلاح ۾ اُهو هنڌ جتان ٻه واٽون ڦٽن.

**ڀهوئو:** جيت جو هڪ قسم، جيڪو وسڪاري ۾ پيدا ٿيندو آهي.

**ڀهوئو:** جيت جو هڪ قسم، جيڪو وسڪاري ۾ پيدا ٿيندو آهي.

**ٻَهيڙا:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر، جيڪو ٺڦلي ۾ ڪم ايندو آهي. هي داڻا گول پوري ۽ ميرانجهڙي رنگ تي، آريئن جي داڻن کان ٿورا وڏا ۽ ذائقي ۾ ڪسارا ٿيندا آهن. طبي لحاظ کان معدي ۽ جگر کي طاقت ڏين ٿا. حڪيمن جي چوڻ موجب مختلف بيمارين لاءِ مفيد آهن.

**ٻُهيڙا:** ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'محمد خان ٿهيم'، 'احمد خان دائيداٽو'، 'خدابخش دائيداٽو'، 'حاجي منو ٿهيم'، 'دريا خان ٿهيم'، 'عمريو پيل'، 'اسماعيل ٿهيم' ۽ 'حاجي ڪمال'.

**ٻڙ**: آبي پکيءَ جو هڪ قسم، هي تتر رنگو ٿيندو آهي ۽ بدڪ جو هڪ قسم آهي.

**ٻئي ڪتاب جي معنيٰ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مسٽر جيٺانند جو لکيل آهي، جنهن ۾ درسي ٻئي درجي جي ڪتاب جي ڏکين لفظن جون معنائون ڏنل آهن. ليٿو ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 20 صفحا آهن. هن جي قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب سال 1892ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.

**ٻئي ڪتاب جي اهنجن لفظن جي معنيٰ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ هريسنگ ڏنگومل آهي. جنهن سکر مان هي ڪتاب شايع ڪيو. هن ڪتاب ۾ درسي ٻئي ڪتاب ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ لکيل آهي. 24 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 9 پايون ڄاڻايل آهي. ليٿو پريس ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب 1888ع ۾، چشمہ نور پريس، امرتسر مان ڇپيو.

**ٻياپرايا**: هن ذات وارا اصل ۾ هڪ قسم جا وڻجارا آهن. جيڪي سمنڊ ۽ درياهہ جي ڪپ تي آباد آهن. سندن ڌنڌو درياهي ۽ ساموندي واپار ڪرڻ آهي. هي ٻيڙين، هُڙن ۽ ننڍن جهازن ذريعي واپار ڪندا آهن. هي اصل ۾ سنڌي سماٽ جا فرد آهن. جيڪي هن وقت سنڌ ۾ تمام ٿورائيءَ ۾ آباد آهن. هنن کي "ٻيپرا" بہ چون ٿا. اوٺن ۾ پڻ هن ذات وارا آهن.

**ٻيٽا**: هڪ ذات جو نالو.

**ٻيٽاري**: ننڍڙي ٻيٽ کي ٻيٽاري چوندا آهن. ٻيٽارين ۽ ٻيٽن تي لئيءَ جا ڇِها جام ٿيندا آهن. جيڪي وڏي لڪڙ جو روپ اختيار ڪندا آهن. ڪهَلَ يا ڪچي جا ماڻهو جيڪي ڪارا ٺاهيندا آهن، سي ٻيٽن يا ٻيٽارين تا لڪڙو وڍيندا آهن ۽ ان مان ڪارا ٺاهيندا آهن.

**ٻيٽڙي**: تعلقي شاهہ بندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻيٽو**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻيٽو'، 'ڄان محمد ٿيٻو'، 'پيرمحمد جتوئي'، 'محمود ماڇي'، 'يارمحمد جتوئي' ۽ 'هوائي جتوئي'.

**ٻيٽو جتوئي**: ميهڙ تعلقي جو مشهور ڳوٺ، جتي سنڌ جو بزرگ سياستدان رئيس عبدالحميد خان جتوئي رهندو هو. جنهن "ون يونٽ" خلاف مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ووٽ ڏنو هو. هن جو هڪ پٽ اعجاز علي خان جتوئي سينيٽر ۽ ٻيو پٽ لياقت علي خان جتوئي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر، وزير خزانہ ۽ سنڌ جو وزيراعليٰ ۽ ٽيون پٽ صداقت علي خان جتوئي سينيٽر رهي چڪا آهن. هتي پڪا روڊ، بجليءَ جو انتظام، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري اسڪول، هاءِ اسڪول، واٽر سپلاءِ نظام، ڪميونٽي سينٽر موجود آهن. رئيس عبدالحميد خان جي والد قادر بخش خان جتوئيءَ جي نالي سان هتي هڪ شاندار لائبريري قائم آهي، جيڪا سنڌ ثقافت سياحت کاتي جي هٿ هيٺ هلندڙ آهي، هتي ريسٽ هائوس بہ موجود آهي.

**ٻيجل**: سر جي صدا هڻندڙ مشهور منگتو جنهن ڪڇ- ڪاٺياواڙ جي راجا راءِ ڏياچ جي سخا جي پرک لاءِ خيرات ۾ سنڌس سر جو دان گهريو ۽ راءِ ڏياچ بہ سواليءَ کي خالي نہ ڇڏيو. هٿن سان ڪنڌ ڪپي، منگتي کي ڏئي سرخرو ٿيو سنڌس نالو اڄ ڏينهن تائين سنڌ جي سخين (ڏهن ڏاتارن) ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.


ٻيجل جو علامتي ڪردار

شاهہ لطيف سر سورٺ ۾ هن ڪردار کي آندو آهي. روايتن موجب اهو لوڪ قصو هن ريت آهي: سال 1003ع ڌاري، جهوناڳڙهہ تي سمو حاڪم راءِ ڏياچ حڪومت ڪندو هو. ڪيس هڪ ڀيڻ هئي، جيڪا اولاد لاءِ سڪايل هئي. هڪ ڀيري ڪنهن فقير دعا ڪيس تہ : "پٽ ملندئي، پر اهو ئي راءِ ڏياچ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪندو" اهو ٻڌي، راجڪماريءَ کان رڙ نڪري وئي، پر لکيو ڪير ٽريو آخر راجڪماريءَ کي پٽ ڄائو ڪيس فقير واري ڳالهہ ياد هئي، سو ٻارڙي کي صندوق ۾ بند ڪري درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيائين، اها صندوق لڙهندي اچي راجا انيراءِ جي ملڪ ۾ نڪتي، هڪ چارڻ ۽ سنڌس زال درياهہ مان پاڻي ڀرڻ آيا، جن کي اها پيتي هٿ اچي وئي، پيتيءَ مان ان ٻار کي ڪڍي گهر کڻي آيا ۽ مٿس "ٻيجل" نالو رکي، پٽ ڪري پاليائون. ٻيجل جڏهن جوان ٿيو تہ ڪيس ڳڏهہ ۽ گهوڙا چارڻ لاءِ جهنگ ۾ ڇڏيو ويو روايت موجب انهيءَ جهنگ ۾ ڪنهن شڪاريءَ هرڻ جو شڪار ڪري ان جا آنڊا هڪ ڪرڙ جي وڻ تي اڇلائي ڇڏيا هئا. جڏهن ڏکڻ جو واءُ لڳندو هو تہ انهن آنڊن مان اهڙو تہ سريلو ۽ من موهيندڙ آواز ايندو هو جو جهنگ جا سمورا پکي پکڻ ۽ جيت جانور اچي ان آواز تي مڙندا هئا. هڪ دفعي ٻيجل جي ڪنن تي پڻ ساڳيو آواز پهتو جنهن انهيءَ آواز جو راز آنڊن ۾ ڳولي لڌو ۽ اهي آنڊا پنهنجي "چنگ" (گهڻيين تندن واري، سرندي نما هڪ ساز) تي چاڙهي، وڄائيندو هو هاڻي "چنگ" جي آواز تي پڻ سيئي پکي، جيت ۽ جانور موهت ٿي اچي گڏ ٿيندا هئا. ائين ٿي ٻيجل جي انهيءَ چنگ جي هاڪ هنڌين ماڳين ٿي وئي. جڏهن ٻيجل ڄائو هو تڏهن راجا انيراءِ کي پڻ هڪ ڌيءَ ڄائي هئي، ڪيس اڳي ئي گهڻيون ڌيئر هيون. تنهنڪري هن ان ٻارڙيءَ کي صندوق ۾ بند ڪري درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيو. اتفاق سان اها صندوق لڙهندي اچي راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ نڪتي، جيڪا "رتني ڪنيار" کي هٿ آئي. "رتنو ڪنيار" پڻ اولاد لاءِ سڪايل هو. تنهن ان نينگريءَ کي ڌيءَ ڪري پاليو ۽ مٿس "سورٺ" نالو رکيائين. جڏهن "سورٺ" سماڻي تہ سنڌس سونهن جي هاڪ پڻ هنڌين ماڳين پهچي وئي. اها خبر جڏهن راجا انيراءِ کي پئي تہ هن سورٺ جو سڱ رتني ڪنيار کان گهريو. جنهن رضا خوشيءَ سان هائوڪار ڪئي. رتنو ڪنيار، جڏهن مقرر ڏينهن تي جڃ سنيرائي شهر مان نڪتو تہ راءِ ڏياچ کي خبر پئي تہ سنڌس ئي ملڪ جي هڪ اپسرا ٻاڙيسري ملڪ جي بادشاهہ سان پرڻجڻ پئي وڃي، ان تي هو سورٺ کي ڪٺائي پنهنجي محل ۾ آيو ۽ شادي ڪري ويهي رهيو. اها خبر جڏهن راجا انيراءِ تائين پهتي تہ هو وڏو لشڪر سنيرائي، جهوناڳڙهہ تي ڪاهي آيو ٻارهن مهينا جهوناڳڙهہ کي گهيرو ڪيائين. پر جڏهن ڪجهہ نہ وريس تہ پنهنجي ماڳ ڏانهن موٽي ويو. پنهنجي ملڪ پهچي راجا انيراءِ پڙهو گهمايو تہ جيڪو راجا راءِ ڏياچ جي سسي وڍي ڏيندو، تنهن کي رتن ٽڪن جو ٿالهہ ۽ ٻيو بہ جيڪو گهرندو سو ڏنو ويندو. اها خبر جڏهن ٻيجل جي زال ٻڌي، تنهن رتن ٽڪن جو ٿالهہ وٺي رکيو ۽ چيائين تہ "منهنجو مڙس، راجا جي اها منشا پوري ڪندو". ٻيجل گهر موٽيو تہ رتن ٽڪن جو ٿالهہ ڏسي ڏاڍو ڪاوڙيو، پر هاڻي ڇا پئي ٿي سگهيو زال وچن ڏيئي چڪي هئي، ٻيجل بي ڪا واهہ نہ ڏسي، سرندو سينگاري، جهوناڳڙهہ روانو ٿيو.

راجا راءِ ڏياچ پنهنجي سخاوت، سورهيائيءَ ڪري گهڻو مشهور هو. سنڌس در تان ڪو بہ سوالي، چارڻ ۽ منگتو خالي نہ موٽيو هو ٻيجل جهوناڳڙهہ پهچي، راءِ ڏياچ جي محل ٻاهران تند تنوارڻ لڳو، سنڌس سرندي جو سوز، هر هنڌ پکڙجي ويو. اهو آواز جڏهن راءِ ڏياچ جي ڪنن تائين پهتو تہ هن محل جي دري کولي چيو "منگتا! گهر، جيڪي گهرڻو اٿئي!" ٻيجل ورائيو، "راجا! مون کي تو سان ڳجهہ ڳرهڻو آهي." راجا جي حڪم تي، ٻيجل کي چوڏول ۾ چاڙهي، محل ۾ آندو ويو اتي ٻيجل وري بہ اهڙو چنگ چوريو جو راءِ ڏياچ، منگتي تي موتين جو مينهن وسائي ڇڏيو پر ٻيجل جي راجا راءِ ڏياچ جي ڏنل ڏاڻ تي اک ئي نہ ٻڌي، هو اڃا بہ مست ٿي سرندو وڄائڻ لڳو راجا راءِ ڏياچ نٿي چاهيو تہ ٻيجل سنڌس در تان خالي وڃي ۽ سنڌ جي راجائن جي سخاوت ۽ سورهيائيءَ تي ڪو ٽڪو اچي، تنهنڪري ٻيجل کي وري چيائين، "گهر، جيڪو گهرڻو اٿئي!" ان تي ٻيجل چيو

"مون وٽ مال متاع جي ڪمي نہ آهي، فقط تنهنجي سر جو گهورو آهيان، سر ڏيو تہ منگتي کي مان ملي." سنڌ جي سورهيہ سخيءَ بنا دير، ڪٽاري سان ڪنڌ ڪپي ڪٽي ٻيجل اڳيان ڌريو. ٻيجل، راءِ ڏياچ جو سر ڪٽي، انيراءِ ڏانهن اسهيو. جڏهن راجا جي درٻار ۾ پهتو تہ انيراءِ چيس، "هيڏي وڏي سخي سردار، ڏاتار ۽ سورهيہ جو سر ڪٽي آيو آهين، سو اسان جو ڪهڙو سچڻ ٿيندين، انڪري ڏيهہ نيڪالي اٿئي. جيڏانهن جو آهين، اوڏانهن هليو وڃ!" ٻيجل چرين وانگر ڊوڙندو جهونا ڳڙهہ پهتو، جتي ڏٺائين تہ باهہ جا آڙاهہ پيا ٻرن ۽ سورٺ "ڏاگهہ" چڙهي رهي هئي، پاڻ بہ ڌوڪيندو انهيءَ آڙاهہ ۾ ڪاهي پيو ۽ سڙي پسم ٿي ويو.

سنڌ ۾ هي قصو سمن جي سورهيائيءَ جو مقبول مثال بنجي ويو. سما حڪمران اهڙن ڪمن کي پسند ڪندا هئا، جن ۾ سماج جي سورهيائيءَ جا گڻ ڪارفرما هجن. هيءُ واقعو بهادريءَ، سچائيءَ ۽ دان ڏيڻ جو تاريخي مثال هو انڪري ان تي اڄ بہ سنڌي قوم فخر ڪري ٿي ۽ سنڌي قوم جي دلين ۾ راءِ ڏياچ سان محبت ۽ پريم قائم آهي.

**ٻيجل**[2]: ذات جا مهر آهن، جيڪي اڪثر ڪري سنڌ جي اتر طرف آباد آهن، هنن جي زبان سرائڪي آهي. پوک ۽ مال تي گذر سفر ڪن ٿا، هنن جو راڄ سرداري نظام هيٺ ڪم ڪري ٿو. ٻالاڻي ۽ ويجل هن ذات جا شريڪ ۽ قريب آهن.

**ٻيڏيرو**: تعلقي ماتليءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**ٻيرِ**: ٻير هڪ عام مشهور وڻ آهي، جيڪو سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيندو آهي. هن وڻ جو ڦر "ٻير" آهي، جيڪو ميوي طور استعمال ٿيندو آهي. ماڻهو ٻيرين جا باغ بہ لڳائيندا آهن. هن وڻ جي ڪاٺي گهڻي قدر ٻارڻ جي ڪم ايندي آهي. ٻير جي وڻ جي ٽارين ۾ ڪنڊا تمام گهڻا ٿيندا آهن، جيڪي طوطي جي چهنب وانگر مڙيل ٿيندا آهن. ٻير ۾ ڪپڙو يا ڪا شيءِ اٽڪي تہ اها مشڪل سان ڇڏائي سگهبي آهي، تنهنڪري "ٻير جي ڏنگهريءَ ۾ ڦاسي پوڻ" وارو اصطلاح عام آهي. سنڌ ۾ ٻيرين جا ٽي قسم ٿيندا آهن (1) سنڌي ٻير (2) صوفي ٻير ۽ (3) ڄاگري ٻير، جنهن کي ڇاپرو ٻير بہ چون.



ٻيريون مال لاءِ چارو ۽ ماڻهن لاءِ ميوو پيدا ڪن ٿيون، صوفڻ ٻيريون قلمي ٿينديون آهن، ان ڪان سواءِ "آمڻ ٻيريون" بہ ٿين، جيڪي عام طور گهرن ۾ پوکيون وينديون آهن، ماڻهو خاص ڪري ڄاگريون يا جهنگلي ٻيريون وڍي، ان جا پن ڇاڻي، گهرن ۾ رکندا آهن، جن کي پلؤ بہ چيو ويندو آهي، اهو پلؤ چوپائي مال جي ڪاڌي طور استعمال ٿيندو آهي، ٻيرين جي ڏنگهرين مان ماڻهو گهرن جا لوڙها ٺاهيندا آهن، ڄاگرين ٻيرين ۾ ٻير ننڍا، سنها ۽ ذائقيدار ٿين ٿا. اڄ ڪلهہ جهنگلي ٻيرين کي قلم لڳائي، صوفي ٻير تيار ڪيا ويندا آهن. ٻير جو وڻ انسانن توڙي جانورن لاءِ وڏو ڪارائتو وڻ آهي. لوڪ يا گهريلو ٽوٽڪو آهي تہ ٻير جي پنن کي پيهي زخمن تي ٻڌڻ سان انهن جو گند سڪي وڃي ٿو هن وڻ جي ٽاري، ٻڪريون شوق سان ڪائينديون آهن. ٻير جي وڻ جي ڪاٺيءَ مان ڪٽن جا اوپرا ۽ اِيسون (سيرون ۽ ٻانهيون) ٺاهيندا آهن. ٻير جي وڻ ۾ وينئل ماکي، ڪاڄ (ماکي) گهڻو ٺاهيندي آهي.

'ٻير' جي وڻ جو ميوو يا ڦر 'ٻيرُ' سڏبو آهي. ٻيرن جي قسمن مان 'سنڌي ٻيرُ' ۽ 'مکڻ ٻيرُ' کائڻ ۾ تمام نرم ۽ لذيذ ٿين ٿا، صوفي ٻير ننڍن سنڌي صوفن جيڏا بيضوي شڪل جا ٿين ٿا. منجهن ڪير جهڙو اڇو رس ٿئي ٿو. ڄاگري يا ڇاپرو ٻيريون فقط سنڌ جي جابلو ايراضيءَ ۾ ٿين ٿيون. هنن جا ٻير ننڍڙا ۽ چوپ ڳاڙها ٿين ٿا. ڇاپرو ٻيرن جا وڻ (ٻوٽا) تمام ننڍا ٿين ٿا. هنن وڻن جو نسل جابلو ايراضيءَ جي ڪري ننڍي قد جو ٿئي ٿو مڪلي ٽڪريءَ تي ڇاپرو ٻير جا وڻ بہ فوٽ ڪن ڊگها ٿيندا آهن. پر ڪوهڏيجيءَ جي پهاڙي ايراضيءَ ۾ ڄاگري ٻير جا وڻ ستن اٺن فوٽن جا ٿيندا آهن. ٻير جو ڦر مارچ ۽ اپريل مهينن ۾ پچي تيار ٿيندو آهي، ڪن هنڌن تي فيبروريءَ ۾ بہ فصل لهندو آهي، ٻير سستا هجڻ جي باوجود غذائيت سان ڀرپور آهن. ٻيرن جو رنگ سائو، ڳاڙهو ۽ پيلو ٿيندو آهي. سواد ۾ مٺا ۽ ترش ٿيندا آهن ۽ ميوي طور استعمال ٿيندا آهن.

سنڌ ۾ ٻيرن کي سُڪائي هارن وانگر پوئي رکندا آهن، جيڪي پوءِ ضرورت وقت ڏٿ طور استعمال ڪندا آهن، سڪل ٻيرن کي "ڪوڪڙ" يا ڪوڪڙا ٻير يا "ڪوڪلا" چوندا آهن. حڪيمن جي چوڻ موجب ٻير جا پن گهوٽي پيارجن تہ پيٽ جا ڪيڙا مري ويندا ۽ جگر ۽ آنڊي جي ڦٽن کي فائدو ٿيندو. ٻير قبضي بہ پيدا ڪندا آهن، جابلو ٻيرن کي سڪائي ۽ ڪٽي رکڻ ۽ پوءِ ڳڙدي جي سور يا پيٽ جي سور لاءِ ڦڪي هڻڻ سان فائدو ٿيندو آهي.

هيءُ فصل دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ ٿيندو آهي، چين ۾ تمام گهڻو پوکيو وڃي ٿو اتي جيڪي جنسون پوکيون وڃن ٿيون انهن ۾ ڪي اهڙيون جنسون بہ آهن، جن ۾ ٻج نہ ٿيندو آهي. سنڌ ۾ ٻيرن جو فصل حيدرآباد ۽ خيرپور ضلعن جو ڪامياب ميوو آهي، سنڌ ۾ 30 سال اڳ ۾ صرف ديسي ۽ جهنگلي جنسن جا ٻير ٿيندا هئا، جن مان ميوو صرف مارچ مهيني ۾ ملندو هو هاڻي اهڙيون جنسون بہ متعارف ٿيون آهن، جن جو ميوو هڪ مهيني بدران 5 مهينن (ڊسمبر کان اپريل) تائين ملي ٿو سنڌ ۾ ٻيرن جو هيٺيون بهتر جنسون آهن:

آڳاٽو گولو: هي ٻير وڏا ٿيندا آهن ۽ مٺاڻ ۾ ڪجهہ گهٽ هوندا آهن. هي جنس ٻين جنسن جي ڀيٽ ۾ گهٽ پيداوار ڏئي ٿي.

پاڇاٽو گولو: هي جنس تمام سٺين جنسن ۾ شمار ٿئي ٿي. هن ۾ مٺاڻ گهڻو هوندو آهي، انهن خاصيتن جي ڪري هي ٻير ڏيساور ڏانهن موڪليا وڃن ٿا.

اڇو گولو: هن جنس جي خاصيت پاڇاٽي گولي جهڙي آهي، پر هن جي پيداوار ڪجهہ گهٽ آهي. ان سان گڏوگڏ هنن ٻيرن جو مٿاڇرو اڇو ۽ لسو ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

صوفي: هيءَ جنس ٻيرن جي ٻين جنسن کان وڌيڪ مٺاڻ ۽ بهتر ذائقي واري آهي. هيءَ جنس جڏهن پچڻ تي ايندي آهي تہ ان جو رنگ سونهري ٿي پوندو آهي. پيداوار جي لحاظ کان وچولي آهي.

ڪيرول: هيءَ جنس پيداوار جي لحاظ کان بهتر جنس آهي، ان جا ٻير وڏا گول ٿيندا آهن پر گولا جنس کان ننڍا ٿيندا آهن، هي ٻير ٻاهرين ملڪن ڏانهن بہ موڪليا وڃن ٿا. هن جنس جي اها خاصيت آهي تہ وڻن کي لوڏبو يا ڌوڏبو تہ پڪل ٻير اچي پٽ تي پوندا. 98 سيڪڙو زميندار ٻيرين جون مختلف جنسون پوکين ٿا، جن تي ٻيرين جي ماهرن جو ڪو بہ ڌيان نہ آهي. ٻيرن جي نئين باغ لڳائڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ڪنهن ماهر جي نگرانيءَ ۾ بهتر چڪيون لڳايون وڃن، جيڪي جيتن ۽ بيمارين کان قوت مدافعت رکندڙ ۽ بهتر پيداوار ڏيندڙ هجن.

**ٻيرِ**[2]: هن نالي سان ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي وارهہ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ فقط هڪ ڳوٺ آباد آهي ۽ تعلقي قمبر جي ديهہ "ٻير آباد" ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "ٻير شريف" آهي، جنهن جي آبادي بہ هزار ڪن آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي، سنڌ جو مشهور عالم مولانا عبدالڪريم ٻير وارو، هتي جو رهاڪو هو، هتي سندس مشهور علمي درسگاهہ بہ موجود آهي.

**ٻيراٽي**: ٻيراٽي يا ٻيراني ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور جو هڪ مشهور شهر آهي. هيءُ واپاري مرڪز هئڻ سان گڏ، هڪ سهڻو ۽ قديمي شهر آهي، جيڪو روڊ ذريعي ٽنڊو آدم، ڄام نواز علي، سانگهڙ، شهدادپور، ڪنڊياري ۽ ٽنڊي آدم سان ڳنڍيل آهي. هيءُ شهر ميرپورخاص ڊويزن جي

پوري وچ ۾ آهي. تنهنڪري هتان ڪيترن ئي شهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن رستا نڪرن ٿا. هتان کان 15 ڪلوميٽر بري ٽنڊو آدم ۽ ٿورو پري، سابق وزيراعليٰ مرحوم جام صادق علي جو ڳوٺ "جام نواز علي" به آهي. ٽن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي اتر طرف سنڌ جو پراڻو شهر برهمڻ آباد اٿس. هن قديم شهر ۾ اوليائن جون درگاهون، مسجدون، پرائمري اسڪول، بنيادي هيلٿ سينٽر وغيره به موجود آهن. هن شهر ۾ انگريزن جون ٺهيل جايون اڃا تائين موجود آهن. هتي رهندڙ ذاتين ۾ مري، ڪوهي مري، مگسي، خاصخيلي، ميمڻ، سما، ڪوڪر، ڪنوهر ۽ هندن ۾ ڀيل، ڪولهي، ميگهواڙ، اوڏ ۽ مهراج شامل آهن. هاڻي ته هتي راجپوت، لوهار، رانگڙ ۽ حجام به اچي آباد ٿيا آهن. هن ترجا وڏا زميندار جوڻيجا ۽ جام ليکيا وڃن ٿا. هن شهر ۾ سنڌ جي هڪ برک سياستدان ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر عطا محمد مريءَ جنم ورتو هو. هتان 1930ع ۾ رئيس عطا محمد مري "الامين" نالي هڪ هفتيوار اخبار ڪيندو هو. سندس پوٽي شازيه مري هن وقت سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر ۽ وزير اطلاعات آهي.

**ٻيرَ ٽاڪرُو:** هيءَ عناب جيڏو، مگر ان کان وڏيڪ خشڪ، نشاستيدار ۽ خراساني ميوو آهي. ان جون ڪڪڙيون لڪيردار ٿين ٿيون. هي ميوو دل کي فرحت ڏيندڙ، بدن کي قوت بخشيندڙ ۽ ڪنگهه هٽائيندڙ آهي، حڪيمن جي چوڻ موجب هن جا گل بک وڌائيندڙ آهن.

**ٻير جي ڍنگهري (ڪتاب):** هيءَ ناول (ڪتاب) مشهور مزاحيه اديب علامه مستاني سيوهاڻي، اصل نالو رحمت الله ابڙي جو لکيل آهي، جيڪو سرمد پبليڪيشن ميهڙ پاران 1982ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪرائون سائيز جي 138 صفحن تي ٻڌل ناول جي قيمت 10 روپيا آهي. هن ناول ۾ انسان جي ذهني ڪشمڪش جي تصوير چٽي وئي آهي، جيڪي حرس ۽ هَوس جي پاڇن پويان ڊوڙي پنهنجي زندگيءَ کي غمگين ۽ شڪست خورده بنائين ٿا. هن ناول ۾ ليکڪ ڪردارن کي اگهاڙي ڪرڻ بدران زندگيءَ جي اوگهڙ ڏکي آهي. هن محبت کي جنون جو درجو نه بخشيندي، ڪردارن کي اگهاڙي جي بدناميءَ جو بچاءُ ڪيو آهي. ناول جي پُڄاڻي الميه ٿئي ٿي، پر ڪنهن حد تائين جاسوسي ناول جي شڪل اختيار ڪئي وئي آهي.




**ٻيرچُو:** هڪ قسم جو پسارڪو وڪر جيڪو پنڙو ماڪيءَ وانگر ميرانجهڙيءَ رنگ تي هڪ قسم جو ڪوئنر آهي. حڪيمن جي چوڻ موجب ڪيترين ئي بيمارين ۾ دوا طور استعمال ڪيو ويندو آهي.

**ٻَيرڙي:** تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ چار ڳوٺ آباد آهن. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن. هن ڳوٺ کي "ٻيرڙي بخارا" به چون، ڇاڪاڻ ته اتي بخاري سيد رهن ٿا. مشهور اديب سيد سردار علي شاهه ذاڪر به هن ڳوٺ جو رهاڪو هو جنهن جي مزار پرسان ئي مومل جي ماڙيءَ ۾ آهي. مشهور صحافي ۽ اديب اميربخاري پڻ هتان جو رهاڪو هو. هن ڳوٺ جو بزرگ بهاول شاهه بخاري سلو شاعر آهي.

**ٻَير وارو:** ضلعي خيرپور، تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ شامل آهن: پائي خان مري، ٻير وارو، قادربخش مگريو ۽ محرم علي.

**ٻَيرُوٽا:** ضلعي گهوٽڪيءَ جي اوباوڙي تعلقي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: امير علي پتافي، سويو مهر، محمد خان شر، حاجي قيصر خان شر ۽ بگن خان شر.

**ٻيڙو:** پاڻيءَ ۾ ترندڙ خاص قسم جي اڏاوت، جيڪا ڪاٺ جي تختن وغيره مان جڙي ۽ بحري سفر ۾ ڪم اچي. روايت آهي ته اول حضرت نوح عليه السلام کي خدا جي طرفان عظيم سيلاب (ٻوڏ) جو اطلاع ڏنو ويو ۽ ڪيس مڇيءَ جي نموني ٻيڙو تيار ڪرڻ لاءِ هدايت ڏني وئي، ان کي 'نوح نبيءَ جو ٻيڙو' چوندا آهن. ان کان پوءِ ٻيڙن ٺاهڻ جو هنر دنيا ۾ متعارف ٿيو.

قديم سنڌ ۾ ٻيڙن جي موجودگيءَ جو پتو موهن جي دڙي واري تهذيب مان به ملي ٿو جڏهن عدن، مصر ۽ ڪنيات کان سوداگريءَ جو مال کڻي ٻيڙياتا، بنگال، سريلنڪا ۽ انڊونيشيا ڏانهن ٻيڙا هاڪاريندا هئا. راجا ڏاهر جي دور ۾



سنڌ جا دريائي ڏاڙيل ساموندي ٻيڙن کي ڦريندا هئا. سورهين/ سترهين صدي عيسويءَ تائين سنڌ جا ٻيڙياتا ٻيڙن ۾ سوداگريءَ جو مال کڻي سريلنڪا ۽ جاوا تائين ويندا هئا. جو شاهه جي رسالي ۾ سچا سارا به سر (سري راڳ ۽ ساموندي) ٻيڙن، سوداگرن، سمنڊ جي لهرين ۽ طوفانن وغيره جي داستانن سان ڀريل آهن.

ان وقت ٻيڙن تي ڪپڙي جا وڏا سڙهه هڻي سفر ڪبو هو. اهڙن ٻيڙن کي غوراب به چوندا هئا، تان جو سترهين صدي عيسويءَ ۾ دخاني ٻيڙا هلڻ لڳا، جيڪي ٻاڦ جي طاقت تي هلندا هئا. دخاني جهازن ۾ تبديلي آئي ۽ وڏا وڏا پاڻيءَ جا جهاز ٺهيا، جيڪي هزارين مڻ وزن سامان کڻي هلندا هئا، اڄ ڏينهن تائين اهي ئي جهاز هلندڙ آهن. سنڌ جيئن ته درياهي خطو هو، جنهن جي وچ مان وڏو وسيع درياهه جاري هو نه فقط درياهه، پر درياهه مان نڪتل ڦاٽن ۽ واهن ۾ به وڏا ٻيڙا ۽ ٻيڙيون هلنديون هيون، جيڪي مٺي ملتان ۽ پشاور تائين آمد و رفت جو ذريعو هيون. ڏهاڪو سال کن اڳ ڪياماڙيءَ جي پراڻي دڪي وٽ 3 يا 4 سئو سال اڳ جا زبون ٿيل بحري ٻيڙا بيٺل هوندا هئا.

**ٻيڙو چانڊيو:** ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه، جنهن جي حد هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻيڙو چانڊيو'، 'صاحب خان خيراڻي'، 'امام بخش جاگيراڻي'، 'غلام علي ڪاهوڙ'، 'سردار شاهه'، 'حيات هليو'، 'قيصر سنديلو'، 'سچيڏنو ڪلهوڙو'، 'دولت چانڊيو'، 'عالم خان گوپانگ'، 'مهرو ماڇي'، 'ولهاري خان مغري' ۽ 'آدم خان منگي'، 'ٻيڙو چانڊيو' آهن. هتي بوائز هاءِ اسڪول، پرائمري گرلس اسڪول ۽ رورل هيلٿ سينٽر موجود آهن. هن نالي سان لاڙڪاڻي جيڪب آباد ريلوي لائين تي اسٽيشن پڻ آهي.

**ٻيڙو زرداري:** ضلعي سانگهڙ، تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٻيڙو زرداري'، 'ٻچل زرداري'، 'درياخان جلباڻي'، 'شڪيل ٽالپر'، 'محمد انڙ'، 'مِلو ٽالپر'، 'گنهور ٽالپر'، 'سڪندر مگسي'، 'غلام مصطفيٰ مگسي'، 'دليل زرداري'، 'لونگ ٽالپر' ۽ 'وساڻ جو ڳوٺ'. ڳوٺ 'ٻيڙي زرداري' آهن. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٻيڙو فقير ڪنيار:** سنڌ جي برک سگهڙ ۽ حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سچي عاشق ٻيڙي فقير، محمد عثمان ڪنيار جي گهر ڳوٺ لقمان ڪوريجي، تعلقي هالا ۾، 1918ع ۾ جنم ورتو. غريب هئڻ ڪري گهڻو علم پڙهي نہ سگهيو. پنهنجي ڪوشش سان عالمن ۽ بزرگن کان فيض حاصل ڪيائين. ٻيڙي فقير کي لوڪ ادب جي سڀني صنفن بابت چڱي ڄاڻ حاصل هئي. ڳجهارت جو بادشاھ ۽ ڳالهين جو ڀنڊار هو. سنڌ جو ڪوبہ شهر، اهم هنڌ يا ماڳ هُجي، ٻيڙي فقير ضرور گهميو هوندو ۽ سموري تر جي علمي ادبي شخصيتن جي ڪيس خبرچار هوندي هئي. انتهائي مُحبتي ماڻهو هو.



سال 1960ع کان لوڪ ڪچهرين جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان گڏ سڄيءَ سنڌ جي ڪچهرين ۾ حصو ورتائين. ان دوران مرحوم محمد اسماعيل خان نون سان بہ سندس رفاقت ٿي. هو هڪ لائق صحافي بہ هو هفتيوار "ڪچهري" اخبار شايع ڪندو رهيو هن اخبار جو اصل مقصد لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۽ اُن کي محفوظ ڪرڻ هو. سڄيءَ سنڌ جي سگهڙن جي جماعت جو صدر چونڊيو ويو. ان کانسواءِ پنهنجي برادريءَ جي تنظيم جو پڻ صدر هو. 30 آڪٽوبر 1964ع ۾ حيدرآباد شهر جي ڪاري موري تڪ مان يونين ڪائونسل جي اليڪشن ۾ حصو ورتائين. ٻيڙي فقير دل جي دوري پوڻ سبب 2 جنوري 1977ع تي وفات ڪئي. وفات وقت سندس عمر 60 ورهيہ هئي. حيدرآباد جي ڪاريءَ موريءَ جي پرِ ۾، ٿليليءَ جي ڪپ تي سندس مزار آهي.

**ٻيڙي:** ٻيڙي وڏي ۽ مستطيل شڪل جي ٿيندي آهي، جنهن جي ڊيگهہ 20 کان 40 فوٽ ويڪر 10 کان 20 فوٽن تائين بہ ٿيندي آهي. ٻيڙي مال برادريءَ لاءِ ڪتب ايندي آهي. وڏي ٻيڙي کي "ڪوٽل" بہ چوندا آهن. هن قسم جون ٻيڙيون گهٽ ۾ گهٽ 200 مڻ ۽ وڌ ۾ وڌ 1000 مڻ وزن بہ کڻي سگهن ٿيون.



ٻيڙيءَ جي بناوت ۾ ڪاٺ ۽ لوهي ڪير ۽ ڪوڪا استعمال ٿيندا آهن. ٻيڙيءَ جا ڪئين حصا ٿين ٿا، جن جا نالا بہ مختلف آهن مثال طور هيٺيون "تر"، پاسن وارا "ڪچا" ۽ ٻيڙيءَ جي مٿئين حصي تي اڳيان ۽ پٺيان لڳل يا ٻڌل تخت، جن کي "اڳيل" ۽ "پاچيل" سڏجي ٿو ۽ وچ واري خالي حصي، يعني ڪُڌ کي "لڪ"، سڏين ٿا. مٿئين تختن جي مٿان ۽ "ڪچن" جي ڪناري مٿان پڻ شروع کان آخر تائين، يعني آڳيل جي شروعات کان پاچيل جي خاتمي تائين هڪ اِيو تختو لڳل هوندو آهي، جنهن کي "واڙو" چئجي ٿو ان تختي جي اوچائي هڪ کان ڏيڍ فوٽ ٿئي ٿي. "لڪ" واري هنڌ تي آڳيل جي پرسان ويڪر ۾ هڪ ٿلهو تختو يا ڪاٺ جو ٿلهو ۽ هر چورس ٽڪر لڳل هوندو آهي، جنهن کي ميربحر "اُڌ" چون ٿا. هن قسم جي ٻيڙيءَ جو تر يعني هيٺيون وچ وارو حصو سڌو ٿئي ٿو ۽ 'اڳيل' ۽ 'پاچيل' وارو تر جو حصو مٿي ايو وريل ٿيندو آهي. ٻيڙيءَ جي تر سان پاسن وارن "ڪچن" کي ملائڻ لاءِ ڪرڙ جا گونيا نموني "مُنا" ٿيندا آهن، جيڪي گول ۽ چئن کان پنجن انچن جي قطر جا ٿين ٿا، جن کي هڪ پاسي کان ٿورو گهڙي ۽ هيٺئين پير کي بہ ڪجهہ چلي، هر هڪ "منو" وڌ ۾ وڌ اڍائي فٽ جي فاصلي تي تر ۽ ڪچن کي ملائڻ لاءِ لڳايو ويندو آهي. پير وارو حصو تر ۾، ۽ ايو حصو ڪچن ۾ ڪيرن سان لڳايو ويندو آهي جيئن تر ۽ ڪچا پاڻ ۾ مليل رهن ۽ ٻيڙي مضبوط رهي. منا ٽالهيءَ جي ڪاٺ جا بہ استعمال ٿيندا آهن.

ٻيڙيءَ جي پاچيل واري پاسي تي "لڪ" سان بلڪل گڏ ڪاٺ جي هڪ چورس ڪئبن بہ ٻڌبي آهي، جنهن ۾ ميربحرن جو سامان سڙو رکيل هوندو اهي ۽ ان ۾ هو سمهندا بہ آهن. جنهن کي هو "بندول" چون ٿا. ساڳيءَ طرح آڳيل واري پاسي بہ ڪاٺ جي تختن سان هڪ چاپرو لڳل يا ٺهيل ٿئي، جنهن ۾ مزدور (همراھ) ۽ ناکٽا ويهن ۽ آساس ڪن. ٻيڙيءَ جي پاچيل جي بلڪل آخر جي وچ سڌ ۾ "سکان" يا "ويٺو" ٿيندو آهي، جنهن مان ٻيڙيءَ جي رخ موڙڻ وارو ڪم ورتو ويندو آهي. "سکان" تي هميشہ ناکئو جيڪو درياھ جي پاڻيءَ کان واقف هوندو آهي، پاڻ ويهندو آهي ۽ هلندڙ ٻيڙيءَ کي ٽانگهي پاڻيءَ، پچوڙن، ڪاٺ ۽ ڪُنن کان بچائي، وڏي پاڻيءَ ڏانهن ٻيڙيءَ جو رخ رکندو آهي. هن قسم جي ٻيڙيءَ يعني ڪوٽل کي هلائڻ لاءِ سڙهہ رکيو ويندو آهي جنهن کي "قلمي" بہ چون، جو زين يا ٻئي ڪنهن ٿلهي ڪپڙي مان ٺاهيو ويندو آهي. ٻيڙيءَ جي آڳيل واري حصي وٽ لڳل اڏيءَ ۾ ڏڍ يا گِڏِ ٿئي، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ 15- 16 فوٽ ٿلهي ۽ گول ڪاٺي بيهاري ويندي آهي، ان ڪاٺيءَ کي "شيخلو" سڏين. ٻي گول ۽ ٿلهي ڪاٺي، جنهن جو سرو ٿلهو ۽ چيڙو سنهڙو ٿئي ۽ جيڪا 40-30 فوٽ ڪن ڊگهي ٿئي ٿي، تنهن کي "آڏ" سڏيندا آهن. ان آڏ ۾ ڪپڙي جو سڙهہ ٽنگي، سڙهہ ڪولي چڙهبو آهي. جنهن ۾ هوا ڦاسندي آهي ۽ ٻيڙيءَ کي اڳتي ڌڪيندي آهي. هوا نہ هئڻ جي صورت ۾ ميربحر ٻيڙي ڳن يا اولي ذريعي، جيڪو پاچيل واري پاسي لڳل هوندو آهي ڪاهيندا آهن. يا ونجهن سان، جيڪي ٿلهي بانس جا 20- 25 فٽ ڊگها ٽڪر ٿين ٿا، ڌڪيندا آهن. جيڪڏهن پاڻي تار هوندو تہ پوءِ شيخلي ۾ "رسو" ٻڌي، ڪجهہ "همراھ" يعني مزور سڪيءَ تي لهندا آهن ۽ درياھ جي ڪناري سان هلندا، رسي کي پنهنجين چيلهين ۾ ٻڌي ڇڪيندا آهن سڀ کان اڳيون همراھ چيلهہ ۾ رسو ٻڌي هلندو آهي. رسي جي ان چيلهہ واري ٻڌل حصي کي "مونڊيو" چون ۽ ٻيا مددگار همراھ ان جي پويان ٻيا رسين جي ٽڪرا ان وڏي رسي ۾ ٻڌي ڇڪيندا آهن. ان رسيءَ جي ٽڪر کي "ڪڙهو" سڏبو آهي. مال برادريءَ لاءِ هن قسم جون ٻيڙيون ڪنهن زماني ۾ جام نظر اينديون هيون ۽ هر بندر ٻيڙين سان پريل نظر ايندو هو. ٻيڙين جا ڪجهہ نمونا جيڪي درياھ تي موجود هوندا هئا سي هي آهن: ڪوٽل، بتيلو، پاتاريءَ سان ڪوٽل، پاتاريءَ سان بتيلو جهمٽي، دنگي ڪنارو، ڊونڊي، هڙيو يا هڙهيو، ڪونٽيو، گاليو، مڪڙي، تراز، ناؤ، واڻ، چوڏو، نيہ وغيره. زئونرڪ، بگوچڙ، نامڪڙي ۽ ڊونڊو ٻيڙيون پنجاب پاسي درياھ تي هلنديون آهن.

موهن جي دڙي مان لڌل هڪ مهر تي ٻيڙيءَ جي تصوير آهي. ٻيڙيءَ جي وچ ۾ هڪ ڪوٺي ٺهيل آهي ۽ پاچل تي ميربحر ڊيڪاريل آهي. ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌو درياھ ۾ ٻيڙيون قديم زماني کان وٺي هلنديون هيون. مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌو درياھ ۾ هر هنڌ ٻيڙا نظر ايندا هئا. سنڌ ۾ ڪاٺ جي ڪمي ڪا نہ هئي، جنهنڪري جهجهي انداز ۾ ٻيڙيون ۽ ٻيڙا ٺهندا هئا. ايتري قدر جو جنگي ٻيڙا بہ تيار ڪيا ويندا هئا. انهيءَ جي ڪاٺ تي اڪر جو ڪم نهايت صفائيءَ سان ٿيل هوندو آهي. شاھ لطيف جي ڪلام جا سڄا سارا ٻہ سُر (سر سامونڊي ۽ سر سريراڳ) ٻيڙين، ملاحن، معلمن ۽ سفر بابت چيل آهن.

ٻيڙيءَ جو نهڻ ۽ عضوا: ٻيڙيءَ جي پهرين ناهڻ واري شروعات کي ٻيڙيءَ جو 'پترجڻ' چوندا آهن. سڀ کان اڳ جيتري ٻيڙي ٺهرائڻي هوندي آهي، اوترا هٿ يا نَريون ڪنهن ڏوريءَ تي هڻي، يعني ٽيهه هٿ يا چاليهه هٿ (گهٽ يا وڌ) ڏوري ماپي، سنئين زمين تي ناهي، اُن ڏوريءَ جي ٻنهي چيڙن تي ڪليون کوڙيندا آهن. تر (ٻيڙيءَ جو ترو) جيترو ويڪرو جهلڻو هوندو آهي، انهيءَ ڏوريءَ تي اوترا هٿ هڻي، ڪليون هڻندا آهن. پوءِ پسون ٺهيل تيار ڪيل گڏ ماهيچا رندا لڳل مُني فوٽ کان ڏيڍ فوٽ تائين زمين تي بيهاريندا ويندا. ٻن پسن جي وچ ۾ فاصلو ڇڏيندا. ٻن ڪلين ۾ هن پاسي جهلي چئن چئن ڪلين ۾ پسون بيهاريندا ويندا، پوءِ تر جون ڦرهيون لوهه جي ڪيرن سان پسن مٿان مضبوط ٺڪائي تَر تيار ڪندا آهن.

پسون: تر کي مضبوط جهلڻ لاءِ پٽين وانگر جڙيل ڪاٺ کي 'پسون' چوندا آهن.

تر جو اٿلائڻ: پسن جي مٿان تر تيار ڪبو آهي، پوءِ تر کي اٿلائي سڌو ڪري رکبو آهي، ان بعد ڪچا لڳائبا آهن.

تر سان ڪچا ٽوپڻ: تر سان ڪچا جوڙي ملائبا آهن، يعني تر کي لڳائبا آهن ان عمل کي 'ڪچا ٽوپڻ' چئبو آهي.

مُنا: ٻيڙيءَ جا منا اڪثر لوهيڙي جي ڪاٺ جا ڪم آڻبا آهن، جڏهن تہ مُنا ديال يا ٻئي ڪاٺ جا بہ ٿيندا آهن. مُنو گوني ڪنڊ وانگر بيهاربو آهي. مُني جو ڪچي سان ملائڻ وارو پاسو وڏو ٿيندو آهي ۽ تَر وارو پاسو پير وانگر بيهاربو آهي، مُنا ڪچي ۾ ڪلن يا ڪيرن سان مضبوط لڳائبا آهن ۽ مني جو تر وارو پير بہ مضبوط ڪيرن سان لڳائبو آهي. منو سوا فوٽ يا ڏيڍ فوٽ جي فاصلي تي رکبيو آهي، اهڙيءَ طرح ٻيڙي جا ڪچا تر سان ٽوپجي يعني ڪچا تر سان ملائجي ويندا آهن. ان کان پوءِ منن جي پيرن کي ڍڪڻ لاءِ ڪچي جي پرسان تاگرو تاڙا لڳائبا آهن. ان کان پوءِ چوندا آهن، ٻيڙي جو 'ٻڪر چاڙهيو'. ٻڪر چڙهڻ هڪ اصطلاح آهي. پاتاري ٻيڙيءَ کي پاتاري چاڙهبي آهي، پاتاريءَ کي بہ تاگرو جمڙدو يعني پاتاري چونڪ لڳندو آهي.

ٻڪر: ٻڪر لڳڻ سان ٻيڙيءَ کي اڏو ۽ اڏيون بہ لڳنديون آهن. اڏي تي شيڪلو يا ڪوهو بيهاربو آهي، اهو اڏي يا ٻنهي ڪچن جي مٿان لڳندو آهي، جيئن ڪچا مضبوط ٿي بيهن. اڏو ۽ اڏيون ٻيڙين کي نہ هوندا تہ لهرن ۾ ڪچا تر کان جدا ٿي پوندا.

اڏو: ٿلهي ماپ وارو ڪاٺ جو هڪ مستطيل ٽڪرو، جنهن جي ٿولهه وڏين ٻيڙين جي ضرورت مطابق ٿيندي آهي، اهو گنبٽ جي مٿان اڳينءَ پر ۾ بيٺل هوندو آهي ۽ ان جي پويان هڪ شاڪي کي اڏي هوندي آهي. اڏي جي اڳيان چا ٻاهي واري اڏي هوندي آهي، جنهن کي شيڪلي جي جهل (اڳتي جهل) واري اڏي بہ چئبو آهي.

چا ٻاهيءَ واري اڏي: شيڪلي کي اڳتي چڪي جهلڻ لاءِ هڪ ٻٽو ڪاٻار جو رسو يا تار جو لوهي ٽڪرو هوندو آهي، جيڪو ڪوهي کي اڳتي چڪي جهليندو آهي، ان ۾ چاٻاهيءَ جو ڪڙو وجهبو آهي، چاٻاهيءَ ۾ ڪُپي لڳل هوندي آهي، جيڪا ڪوهي ۾ ٻڌل تار يا رسي کي تاڻي يا ڍرو ڪري سگهندي آهي. اها چاٻاهي، اڏيءَ ۾ ٻڌل هوندي آهي، جنهن کي 'چاٻاهيءَ جي اڏي' چئبو آهي. گنبٽ جي شاڪي يعني اڏي سان ٿوري فاصلي تي پوئين اڏيءَ کان پوءِ تر خالي رکبو آهي، جنهن ۾ بار يا سامان رکبو آهي. ان کان پوئتي چڪ واري اڏي ٿيندي آهي.

چڪ واري اڏي: آلات کي مٿي ڪڍڻ لاءِ ڪبيءَ سان چڪ ڏبي آهي، جيڪا ڪنجيءَ سان گڏ اڏيءَ ۾ ٻڌل هوندي آهي، جنهن کي چُڪ واري اڏي چئبو آهي. چاٻاهيءَ واري اڏيءَ کي 'گرلي اڏي' بہ چئبو آهي، چاٻاهيءَ جو واسطو شيخلي (شيڪلي) سان آهي ۽ چڪ واري اڏيءَ جو واسطو آلات سان آهي. ٻيڙيءَ جا ٻہ پاڳا ٻڌبا آهن، هڪ آڳيلي ٻيو پاڇيلي.

آڳيلي تخت: چاٻاهيءَ کان اڳتي ڪامن وانگر ٻرياٽ هڻبا آهن ۽ انهن جي مٿان ڪاٺ جو تخت ٻڌبو آهي. تخت جي منڍ ۾ مهرو ٿيندو آهي، مهري ۽ تخت کي ڏار ڏيکارڻ لاءِ هڪ سرائي لڳل هوندي آهي. اڳئين مُهري کي 'آڳيلي مهرو' سڏبو آهي. مهري جي هيٺان لڳل ڪاٺ جي ڦرهن کي 'سراڙو' چوندا آهن. سراڙي جي ٻنهي پاسن کي 'سينڌ' ڦل لڳل هوندا آهن ۽ اهي خوبصورتي پيدا ڪندا آهن. اڳيلي مهرو، ڪروت يا خلوت جي جاءِ شمار ڪندا آهن، جتي نماز پڙهندا آهن.

چُڪ واري اڏيءَ جي هيٺان ڪنجي ٿيندي آهي، جنهن کي پويان ٻي اڏي بہ هوندي آهي. ڪنجون بہ آهن، هڪ هيٺين ڪنجي، ٻي مٿين ڪنجي، هيٺين ڪنجي رڌڻي يا بورچي خاني لاءِ ڪم ايندي آهي.

ڪٺڙو: هيٺينءَ ڪنجيءَ جي پويان ڪٺڙو ٿيندو آهي، جيڪو ويهڻ يا "ڊائيننگ هال" جوڪم ڏيندو آهي. اهو تَر کان پاڇل تي بہ فوٽ مٿي ٺهيل هوندو آهي.

باندول: مٿينءَ ڪنجيءَ کي 'باندول' چوندا آهن. باندول، ٻيڙيءَ تي رهندڙ عورتن لاءِ هڪ مخصوص ڪمرو آهي. مٿينءَ ڪنجيءَ کان پرتي پاڇيلي تخت ناهيو ويندو آهي. پاڇيلي تخت مُهري تي ختم ٿئي ٿو. پوءِ سرائي لڳندي آهي، جيڪا تخت ۽ مهري کي الڳ رکندي آهي. باندول لاءِ چئن مُنين تي ڦيتون رکي، ان تي مٿان ڪاٺ جي ڇت رکبي آهي، ڇت تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ يا مُنن ۾ گهتڙا لڳل هوندا آهن، جن تي پير رکي ماڻهو مٿي چڙهي ويندو آهي. اها ڳالهہ اڳ بہ ٻڌائي وئي آهي تہ وڏين ٻيڙين تي اهي ٺاٺ ٻاٽ هوندا هئا. باندولن ۾ ڪَواڙيون بہ هونديون آهن.

ڪواڙي: بندول جي مٿين ڇت، جنهن کي دالان بہ چوندا آهن. ان کي هيٺئين پاسي پٽين جيان پَسن جهڙا ڪاٺ جا ٽڪرا لڳل هوندا آهن. اهي باندول جي ڦتين تي بيهندا آهن، ان ڪري دالان ۽ ڦتيءَ جي وچ ۾ جيڪي خال بچندا آهن تن کي 'ڪواڙيون' چئبو آهي. ڪواڙين جي ٻاهران ڇت واري دالان کي ڦرهيون لڳل هونديون آهن، جيڪي ڪواڙين کي ٻاهران ڍڪيل رکنديون آهن. ڪواڙين ۾ ٿورو سامان اڳڙي تڳڙي وغيره بہ رکي سگهبي آهي.

پاڇيلي مهرو: پاڇيلي مهري جي هيٺان 'سراڙو' ۽ ٻنهي پاسي 'سينڌ ڦل' لڳل هوندا آهن. سرائيءَ مٿان ڦتي ٿئي ٿي، جنهن تي سڪاڻي يا ناکئو ويهي ٻيڙيءَ کي هيڏي هوڏي ضرورت موجب ڦيرائي سگهندو آهي. ڦتيءَ جي ٻنهي چيڙن ۾ گولائيءَ ۾ ٽُنگ ڪيل هوندا آهن. جن ۾ ديال يا ٻئي ڪاٺ جون گول چڙهون پيل هونديون آهن، جن ۾ ڪپڙي جا ٺهيل وڏا گجگاه يا گجڪا جدا جدا رنگن جا ٻڌل هوندا آهن، جيڪي هوا تي ڦڙڪندا رهندا آهن. اهي گجڪا سونهن جي لاءِ ٻڌبا آهن. بندرن تي جڏهن ٻيڙيون گڏ ٿينديون هيون تہ انهن ٻيڙين جا نوان گجڪا ڦڙڪندا رهندا هئا. چڙهن ۾ مٿان 'واءِ پرڪٽيون' بہ وجهي ڇڏيندا هئا، جيڪي ٿوري واءَ تي انهيءَ طرف ڦري واءَ جو طرف ٻڌائينديون هيون، جيئن ناکئي کي خبر پوي تہ واءُ ڦري پيو آهي، مهرن کي 'ڪانوريون' بہ لڳنديون آهن.

ڦتي ۽ مُنيون: مهري جي سرائيءَ جي مٿان ڪٽ جي پائي جهڙيون سهٽيون ٺهيل بہ مُنيون اُڀيون، سرائيءَ جي ڪڍيل ٽنگن ۾ پيل هونديون آهن. هڪ ڦرهي رنديل (يعني واڍن جي رندي لڳل) ۾ سَلَ يا ٽنگ ڪڍيل هوندا آهن، جنهن ۾ 'چڙهون' وجهبيون آهن.

چڙهون: سُڪانيءَ جي ويهڻ واري ڦتيءَ جي نڪتل سَلَن يا ٽنگن ۾ پيل ڪاٺ جي ڊگهين ڪائين کي 'چڙهون' چئبو آهي.

**گجڪا:** رنگين ڪپڙي جا ننڍا ننڍا جهنڊا، جيڪي ڇڙهن ۾ ٻڌل هوندا آهن، تن کي گجڪا چئبو آهي.

**واءِ پکڻيون:** گل چٽ نڪتل پٽيون، جيڪي سُونهن لاءِ مهرن ۽ ٻين جاين تي لڳايون وينديون آهن. مهري جي ٻنهي پاسي، سرائيءَ کي پوري ماپ تي ڪَپَ ڪڍيل هوندا آهن.

**لانگ:** پاڇيلي مهري جي وچ کي ڪَپُ ڏئي هڪ مهري کان هيٺ فوٽ منو (ٽي چار انچ) ٿلهي يا ويڪري ڦرهي لڳائيندا آهن، جيڪا، تر سان ملايل ڦرهيءَ ۾ لڳائبي آهي، انهيءَ کي 'لانگ' چئبو آهي. 'لانگ' کي مضبوط جهلڻ لاءِ هر پاسي، هر ڪچي جي پاسي ۾ ٻه ڪاٺ جون پٽيون هڻندا آهن، جن کي 'ٽُڪا' سڏبو آهي. لانگ وٺي يا سکان کي ٻيهارڻ لاءِ لڳائبي آهي، مهري (پاڇيلي مهري) جي وچ ۾، جتي لانگ جي پٽي لڳل هوندي آهي، وٺي ويهارڻ لاءِ ڪَپ سان ٻه جاڙيون ڪاٺيون وٺي جي هڻڻ لاءِ ٻيهاربيون آهن، وري اِيءَ ڦرهيءَ جي وچ ۾ ٿورو هيٺ ٻه وٺي ٻيهارڻ لاءِ ڪپ ڏنل ٻه ڦرهيون هڻبيون آهن، جن کي 'وٺي جا در' ٻه چئبو آهي.



**وٺو يا سُڪان:** وٺو يا سُڪان هڪ ٽن چئن فٽن جي ٿلهي ڦرهي هوندي آهي، جيڪا ويڪر ۾ چئن کان ڇهن فوٽن تائين هوندي آهي، ان جو هيٺيون پاسو ويڪرو هوندو آهي. اڪثر ڪري سنڌي ڪونتل يا ٻتيلي جو وٺو يا سکان هن شڪل جو هوندو آهي. وٺو لانگ ۾ پيل هوندو آهي، ٻنهي پاسن کان ڪُپيءَ ۾ رسا پيل هوندا آهن، جنهنڪري سڪاني يا ناکئو هيٺ مٿي آسانيءَ سان لاهي چاڙهي سگهندو آهي. لانگ تي هيٺ لهي وڃڻ ۽ مٿي چڙهي اچڻ لاءِ ڪاٺ جا گهنڊڙا لڳل هوندا آهن. وٺي کي ورائڻ ۽ ڦيرائڻ لاءِ مٿئين حصي ۾ 'مُنيو' پيل هوندو آهي، جنهن کي هيڏي هوڏي ڦيرائڻ سان مُنئي کي اندر ٻاهر ڪري سگهبو آهي.

**مُنيو:** وٺي ۾ پيل هڪ ڦرهي، جنهن کي وٺي ۾ وجهڻ لاءِ پوئتي وٺي جي مٿئين پاسي جيترو ڪَٽ يا ڪٽائيءَ سان سڌو چير ناهيل هوندو آهي، جنهن کي وٺي جي مٿئين حصي ۾ وڌو ويندو آهي، ان کي وٺي ۾ برٽ ڏئي سوگهو ڪبو آهي ۽ ان کي هيٺ ٿيڻ کان گهنڊڙن تي ويهاربو آهي. ڪپي ۾ يعني وٺي کي وهارڻ کان پوءِ جيڪو اڳيون حصو آهي، اهو ڦٽيءَ جي مٿان ٽي ٻيهندو آهي. جنهن جي مُنئي ۾ هٿ وجهي سُڪاني يا ناکئو ٻيڙيءَ کي اندر ٻاهر ڦيرائي سگهندو آهي.

**اندر ۽ ٻاهر:** ٻيڙي اوپاري هلي يا لهواري، جيڪو پاسو ڪناري يا ڪنڌيءَ کي ويجهو هوندو آهي، ان کي 'اندر' چئبو آهي. ۽ جيڪو پاسو درياهه طرف هوندو آهي، اهو 'ٻاهر' سڏبو آهي. وٺي وارو، وٺو (وٺي جو ملِيو) جهليو ويلو هوندو آهي. اڳيون همراهه ان کي چوندو 'اندر' يا 'ٻاهر' يا ٿورو ٻاهر، ٿورو اندر، سُڪاڻي ان چوڻ مطابق ٻيڙيءَ کي ڦيرائيندو آهي.

**اڏيون:** اڏيون چورس يعني هڪجهڙيون ٿينديون آهن، انهن جي ڊيگهه ٻنهي ڪڇن جي وچ واري ماپ جي برابر رکبي آهي.

**برياٺ:** برياٺ جو هڪ پاسو اڌ فوٽ کان هڪ فوٽ تائين هوندو آهي، ته ٻيو پاسو ڏيڍ کان ٻن فوٽن جيترو ٻيهاريندا آهن. برياٺ، اڳيلي پاڇيلي تخت ۾ ڪم ايندا آهن، جن کي مٿان تختن جون ڦرهيون لڳنديون آهن. تختن جي وچ تي ٿلهي ماپ وارو تاڙو ٻه هڻندا آهن ته جيئن تخت وڌيڪ مضبوط ٿئي، ان لاءِ اُن ۾ لوهه جا ڪولابا ٻه هڻبا آهن.

اڳيلي تخت جي ڇاٻاهي واري اڏيءَ کان پوءِ چئن مُنين تي دالان هوندو آهي، جتي ٻيڙيءَ جا جُوان ويهندا آهن. چئن مُنين تي ڦٽيون رکبيون آهن، جن جي مٿان دالان جي ڇت پاڇيلي بندول جهڙي هوندي آهي. پَسن وانگر ماپ تي رکيل ٽڪرا پٽين جيان ان جي مٿان ڪاٺ لڳائي دالان جي ڇَت تيار ڪندا آهن. دالان کليل هوندو آهي، پر ڪن ڪن وڏين ٻيڙين کي وراندي جيان کليل گولائيءَ تي دروازا ٺاهيندا هئا. جن کي پلرن وانگر ڪاٺ جا اُڪر تي ٿنيا هوندا آهن. پاڇيلي باندول ۽ دالان مٿان ڇتين کي 'ڦالڪا' چوندا آهن. شاڪي اڏيءَ ۽ اڏيءَ جي مٿان چئن مُنين تي 'داڙٻائي' ٺهيل هوندي آهي. شيڪلي کان داڙٻائيءَ تي گولائي ڪيل هوندي آهي. داڙٻائي دالان کان هيٺ هوندي آهي، جيڪا رڳو گنبٽ جي مٿان هوندي آهي.

**گنبٽ:** مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته ٻيڙيءَ جي تر ۾ پسون لڳل هوندا آهن ۽ هر هڪ پسونءَ ۾ ٻه ٽي 'وريٺڙا' هوندا آهن. ٻيڙيءَ ۾ آڳل ۽ پاڇل جو سِمنڊڙ پاڻي پَسن جي وريٺڙن مان وهي گنبٽ ۾ گڏ ٿيندو آهي ۽ پوءِ اهو پاڻي گنبٽ مان ٻاهر درياهه ۾ اڇلبو آهي.

**ٻيار:** پيش جي ڦرهن مان ٽبٽيءَ وانگر 'ٻيار' ٺاهيندا آهن. بانس جي هلڪي ٽڪر کي پويان ٻڇانگيءَ وانگر چيري، ٻيار ان (ٻڇانگيءَ) جي اندر ٻڌندا آهن. گنبٽ ۾ پاڻي سوايو هوندو آهي ته ٻيار سان ڪڍي درياهه ۾ هاري ڇڏيندا آهن.

**چورنگي:** هيءَ ڪاٺ جي ڪشتيءَ جهڙي ٺهيل هوندي آهي، جنهن سان ٻيڙيءَ مان ٿورو پاڻي ڪڍبو آهي، جيڪو ٻيار سان نڪري نه سگهندو آهي، پاڻيءَ جو ٿورو ڇڪو ٻه چورنگيءَ سان ڪڍي سگهبو آهي. ان کي 'چرنگڻ' ٻه چئبو آهي. مُهري جي سرائيءَ جي هيٺان هر ڳليءَ جي پاسي ٻه ٻه مناڙا هوندا آهن، يعني ڪُل چار، پرڪن ٻيڙن کي ٽي ٽي مناڙا ٻه هوندا هئا، اهي محفل ٻيڙيءَ جيڏيون وڏيون ٻيڙيون هونديون هيون، جن کي هر پاسي مهري پرسان ٽي مناڙا لڳل هوندا هئا.

**مناڙا:** مناڙن ۾ ٻيڙيءَ جي پڳهه کي ڇاپَهن ڏئي ٻڌندا آهن.

**ڪڇي ۽ تر کي ملائڻ وارا مُنا:** ڪڇي ۽ تر کي ملائي ڇڏيندا آهن، ان لاءِ تر تيار ٿيڻ تي ان تي پاڻي وجهي آڳل پاڇل کي مٿي ڪندا آهن، تر ڪڇن سان جڏهن ٽوپبو آهي ته پوءِ واڇل آڳل کان ڪُٺاجي ٿيندي آهي. مُنن کي ڊِڪڻ لاءِ ڪَڇَن کي اڏيرون لڳائبيون آهن. انهن تي خاصا ڇٽ اُڪريل هوندا آهن. اڏير کي هيٺان مٿان ڪانوريون لڳل هونديون آهن. اڏير کان پوءِ مُني جو جيڪو حصو ظاهر ٿيندو آهي، ان جي مٿان برٽ لڳائيندا آهن.

**ڳڙهه يا ڳلي:** جمڙدي جي مٿان ڳڙهه يا ڳلي لڳندي آهي، ٻنهي ڪڇن جي مٿان ڳڙهه لڳايل هوندي آهي، ڳڙهه کي ڳلي ٻه چئبو آهي. اڳيان پوئتي وڃڻ لاءِ يا پويانَ اڳتي اچڻ لاءِ ڳليءَ تي هلبو آهي. ملاح ونجهه ڳليءَ تي هلي جهلائيندا آهن. ڳلي جڻ ته ٻيڙيءَ جو رستو آهي.

**توڏي:** شيڪلي جي مور کان هيٺ ڪاٺ جي پٽي هڻندا آهن، جنهن جو مطلب هوندو آهي ته رسا ڇڪڻ تي هيٺ نه سِرڪن.

شيڪلي جي چوٽيءَ کي مُور چوندا آهن. مور جي هيٺان ٻه ڪپا ڪيل ڳرنال لڳل هوندا آهن، جن ۾ روڏ يعني ڦيٽا پيل هوندا آهن. ٻن روڏن جي وچ واري ڪِليءَ کي مصري چوندا آهن. روڏن تي بسلو چڙهيل هوندو آهي. هڪ 'پوني'، هڪ 'ڪڇي' ڏي ٻڌبو آهي ۽ ٻيو ٻئي ڪڇي جي پاسي ٻڌبو آهي. اڳيان ڇاٻاهي ٻڌل هوندي اٿس. ڇاٻاهيءَ ۾ ٻن ٽن ۽ چئِن روڏن واريون ڪُپيون لڳل هونديون آهن. شيڪلو ڪپيءَ تي ڇاٻاهيءَ ۾ ساهي آسانيءَ سان ايو ڪري

سگھبو آهي. شيڪلي کي ٻنهي پاسن کان تاليا پيل هوندا آهن. تالين جي مٿئين حصي ۾ لوهي تار بہ ڪم آڻيندا آهن. جنهن کي ڪاري ڌاس يا رنگين سَٽَ سان جڙيندا آهن. ان کي 'جود' مڙهڻ چوندا آهن. هيٺئين حصي ۾ ڪُپيءِ سان هڪ روڏي، بہ روڏي يا ٽہ روڏي ڪُپيءِ تي رسا چاڙهي، اڏير تي لڳل ڪولابن ۾ تالين جا ڪڙا لڳائي، تاليا ساهي چڙهيندا آهن. پوليءَ مٿائڻ تي تاليا شيڪلي کي جهلي بيهندا آهن. تاليا گويا پوڻن جي جهل آهن. تالين جا چند قسم آهن. چوٽيءَ وارا تاليا ۽ پانداري تاليا.

**چوٽيءَ وارو تاليو:** هي رسن جو تاليو مور هيٺان وجهندا آهن.

**اڏي وارا چوٽ:** اهي رسا، جن جا ڪڙا اڏي ۾ هٿبا آهن، تن کي اڏي وارا چوٽ چئبو آهي.

**پنداري تاليا:** هي تاليا، هِڪُ، هڪ اڏير ۾ ۽ ٻيو ٻيءِ اڏير ۾ لڳندو آهي. هن جي هيٺئين پاسي پڻ رسا ڪپيءِ سان چڪبا آهن.

**آڏ يا آلات چاڙهڻ:** شيڪلي کي اُپي بيهاڻ کان پوءِ آلات ڪٽي ٻيڙيءَ جي اندرئين پاسي رکندا آهن. آڏ کي وچ تي سلو ٻڌندا آهن. جيڪو ٻن رسن جو هوندو آهي. سلي جو هر هڪ پاند، شيڪلي جي ڳرنالن يا ڳلن مان روڏن مٿان چاڙهبو آهي.

**چڪ:** چڪ ڪُپيءِ سان هوندي آهي. ڪپيءِ جي زور تي آڏ يا آلات مٿي ڪڻندا آهن. آڏ يا آلات مٿي ڪڻڻ يا ڪو ڳرو بار ٻيڙيءَ ۾ چاڙهڻ لاءِ گڏجي زور لڳائڻ وقت هڪ ماڻهو لوڪ گيت وانگر سُر يا ترنم سان آلاپ ڪندو آهي ۽ ٻيا 'هيسايا' چوندي گڏجي زور لڳائيندا ۽ آڏ يا بار مٿي ڪڻندا آهن. ان ترنمي آلاپ کي ملاح 'جواب' چوندا آهن.

**سيلنگ:** ڪپيءِ جي زور تي جڏهن ڪو ڳرو بار ڪٽي ٻيڙيءَ ۾ لاهبو آهي تہ ان کي 'سيلنگ' تي بار ڪڻڻ چوندا آهن. سيلنگ تي بار ڪڻڻ جو مطلب ڏيندو بار ماڻهوءَ جي ڪڻڻ کان وڌيڪ يا وڏي وزن وارو آهي. بار ڳرو هوندو آهي تہ پوءِ ڪپي استعمال ڪبي آهي.

**آلات ۾ ڪم ايندڙ رسا:** (1) سلو (2) ڏانداڙ ٿلهو (3) ڏانداڙ سنهو (4) مرڪ، (5) پيڇي، (6) گهوگهو، (7) گهوڙو، (8) چوٽ.

**ٿلهو ڏانداڙ:** هي ڏانداڙ آلات جي هيٺئين پاسي يعني مُنڍ ۾ ٻڌبو آهي. ڪُپيءِ ۾ ڪم آڻڻ واري ٿلهي رسي کي ٿلهو ڏانداڙ چئبو آهي. ڏانداڙ جو ڪم آهي آلات جهلڻ. آلات کي ڦيرائڻ وقت ڏانداڙ کي هيڏي هوڏي ڦيرائبو آهي.

**سنهو ڏانداڙ:** هن ڏانداڙ جو بہ ساڳيو ڪم آهي. ٿلهو ۽ سنهو ڏانداڙ ٻئي ڇڪي چڙبا آهن ۽ ضرورت مطابق انهن کي ڍرو ڪري يا ساهي چڙبو آهي. اها ضرورت واءَ جي مُنجهڻ ڪري محسوس ٿيندي آهي.

**مرڪ:** مرڪ هڪ روڏي ڪُپيءِ سان آڏ جي پوئين حصي ۾ ٻڌل هوندي آهي، جنهن لاءِ تخت ۾ وچ تي تخت جي ٻنهي پاسي تي ٽي ڪولابا لڳل هوندا آهن. مرڪ کان سواءِ ٻيو رسو، آڏ ۾ ٻڌبو آهي، جڏهن تہ تيز واءُ لڳندو آهي تہ ملاحن کي گمان ٿيندو آهي تہ متان مرڪ ٽٽي پوي، ان ڪري ٻيو رسو مضبوطيءَ لاءِ ٻڌندا آهن. جنهن کي 'پيڇي' چئبو آهي.

**گهوگهو:** واءَ جي مُنجهڻ ڪري آڏ، آٽ هٽندي يعني ڦرندي آهي، ان ڪري آڏ ۾ رسو، گهوگهي وانگر شيڪلي ۾ ٻڌبو آهي، ان ڪري ملاح ان کي 'گهوگهو' چوندا آهن.

**گهوڙو:** دامڻ جي وچ تي رسو ڇڪي ٻڌندا آهن تہ جيئن سڙهہ آٽ نہ هٽي، ان کي گهوڙو چوندا آهن.

**چوٽ:** شيڪلي جي مور ۾ مُهري جي ڪولابي ۾ هڪ رسو ٻڌبو آهي، جنهن کي چوٽ متيلو بہ چوندا آهن.

**آڏ يا آلات جا گوش:** آلات يا آڏ پوئتي سنهي ٿيندي ويندي آهي. جنهن کي ڊگهي بنائڻ لاءِ ان سان گوش نپيندا آهن. اچا بہ ڊگهي ڪرڻ لاءِ ڪوٽ بہ چاڙهبي آهي. آڏ تي گوشن مٿان رسي جون ٻنڌيون چاڙهيندا آهن. جن جي مٿان بوران جي ڪپڙي جون ٽپرون چاڙهيندا آهن.

**نپُ:** ٻن ڪاٺين يا ٻن ڦرهن کي نپَ ڏيڻ لاءِ ٻنهي پاسن کي ڪپ ڏئي هڪ ٻئي جي مٿان رکي هڪجهڙا جوڙا ملائبا ۽ پوءِ ڪِلُ يا ڪِيرُ هڻي بند ڪبا آهن.

**گوش:** آڏ جي اڳيان پويان چاڙهيل ڪاٺ جي ٽڪرن کي گوش چئبو آهي، آڏ جي پوئين چڙهيل گوش کي 'ڪوٽي' چوندا آهن.

**سڙهہ:** ٻيڙين جي سڙهن کي سُڪيءَ تي ناهيندا آهن. بندر جي ٽڙن تي پڌرين زمين تي سَڙهہ ناهڻ جي رڻا تيار ڪندا آهن. جنهن ۾ سڙهہ جو نقشو تيار ڪري ڪِلِيُون هڻندا آهن. پوءِ ٿلهو ڪپڙو، جنهن کي بوران جو ڪپڙو چوندا آهن، انهيءَ جي بر يعني ڪپڙي جي ويڪر هڪ پاٽ شمار ڪندا آهن ۽ ان جي ڊيگهہ رڻا جي حساب سان 'رگو هٽندڙ' سڙهہ ناهيندڙ جهليندو آهي. ڪٽي ڊگها پاٽ رکبا آهن. ڪٽي قدري نندا پاٽ جهلبا آهن. سڙهہ جي چوڏاري رسيءَ جا ويڙهہ ڏبا آهن.

**نندا پاٽ يا پاسن وارا پاٽ:** ننڍن پاٽن کي ملاح 'ڦرڪا' چوندا آهن. ويڙهن سان سبيل سڙهہ مضبوط رهندو آهي. پاٽن کي هڪ ٻئي سان سُئيءَ سان ٽوپو ڏئي تيار ڪبو آهي ۽ ويڙهن کي اڳڙين سان مٿان ويڙهبو آهي. ويڙهہ پڻ پاٽن جي بچيل پاندن سان سبيا ويندا آهن. سڙهہ ۾ دامڻ جو رسو ٻڌبو آهي. مونڊي وٽ ڪارو ڌاس جو ٻورو ڪولي اڌ پاٽ کان بہ ننڍو پاٽن وانگر سبي چڙهيندا آهن. سڙهہ جو مونڊيو بہ ڪپيءَ تي هوندو آهي، جنهن سان سڙهہ کي تڪي ۽ ڍرو ڪري سگهبو آهي. دامڻ کي گهٽي ساهڻ لاءِ سَجهہ لڳائيندا آهن. سَجهہَ گهٽي پاڳي اُتمٽيءَ ۾ لڳائيندا آهن.

**سَجهہ:** ٻن ڪُپين سان دامڻ ڇڪڻ لاءِ سَجهہ جو هڪ ڪڙو جتي دامڻ سڙهہ ۾ ٻڌل هوندو آهي، ان ۾ وجهندا آهن. ستمٽيءَ ۾ سجهہ گهٽ استعمال ٿيندي آهي، باقي اُتمٽيءَ ۾ سَجهہَ سان سڙهہ کي ساهبو آهي، تہ جيئن واءَ جهلي سگهي.

**سُتمٽي:** آڏ، شيڪلي جي اڳيان ساڄي پاسي هوندي آهي. سڙهہ تالين ۽ پوئين کان ڇٽل ۽ آزاد هوندو آهي تہ ان کي سُتمٽي چوندا آهن.

**اُتمٽي:** سڙهہ تالين ۽ پوئين جي مٿان پيل هوندو آهي تہ ان کي اُتمٽي چوندا آهن. اتمٽيءَ ۾ آڏ شيڪلي مٿان ڦري ايندي آهي.

**منجهہ ورائڻ:** هنديءَ ۾ منجهہ، آڏ يا آلات کي چوندا آهن. آڏ کي اپو ڪري هڪ پاسي کان ٻئي پاسي ڦيرائيندا آهن. آڏ کي اُپو اُن ڪري ڪندا آهن تہ جيئن مُور ۽ بانبٽيءَ ۾ نہ ڦاسي. آڏ سان گڏ سڙهہ بہ مٽجي ٻئي پاسي ايندي آهي. هڪ جوان تڪڙو دامڻ ڪٽي هڪ ڳليءَ يا ڳڙهہ سان ڊوڙي ٻي ڳلي ڏئي پوئينءَ ڦٽيءَ جي منيءَ ۾ وڃي ور وجهندو آهي. اهو آڏ جو بدلائڻ واءَ جي مٽجڻ سان ٿيندو آهي. واءَ جيڪڏهن ساڳيو هوندو آهي. پر درياهہ جي وَرَ جو طرف بدلبو آهي تہ منجهہ مٽائڻ جي ضرورت پوندي آهي.

**ٻيڙيءَ جو سڙهہ:** ٻيڙيءَ جو سڙهہ ڏهن پاٽن کان ويهن پاٽن جو ٿيندو آهي. محفل (ٻيڙي) ۽ ڳرڙ (بتيلي) ۾ مٿي بہ پاٽ هوندا آهن. چو جو اهي وڏيون ٻيڙيون آهن.

**سڙهہ جي پَٽَڪَ:** سڙهہ جي پوئين حصي کي پَٽَڪَ چئبو آهي.

**سڙهہ جا ساڪا:** سڙهہ کي بند ڪرڻ لاءِ ڪاهينءَ جا ساڪا ٿيندا آهن. ڪاهين، ڪانهن جي ڪچن تيلن کي ڪٽي ان کي هٿ سان وٽ ڏئي تيار ڪندا آهن. وَرَ ڪچو رکبو آهي، جيئن سَٽَ لڳڻ سان ساڪا سپ ٽٽي پون ۽ سڙهہ کلي پوي. ساڪن هٽڻ وقت ڏانداڙ ساهي آلات کي اُپو رکبو آهي، جيئن سڙهہ جو

ڪپڙو آلات جي ويجهو ايندو آهي، تن کان سنن تائين همراهه آڏ تي چڙهيل هوندا آهن. اُهي هڪ ٻئي جي مٿان آڏ تي چڙهيا بيٺا هوندا آهن. الله توهار لئي ته هڪ هٽ ۽ هڪ تنگ سان سڙهه کي ڇڪي پنهنجي قبضي ۾ آڻيندا آهن. پوءِ سڀ ڪپڙي يعني سڙهه جي هيٺان ايندا آهن. ان بعد ساڪا يعني، نوڙيءَ جا ٽڪرا اڳ ۾ ڪَني پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ويندا آهن. تکي واءُ يا طوفان جي حالت ۾ سڙهه کي وٽڻ لاءِ (ملاح سڙهه ٻڌڻ کي 'سڙهه وٽڻ' چوندا آهن)، وڌيڪ ماڻهو آلات تي چاڙهيا آهن ته جيئن سڙهه جلد وٽي سگهجي. سڙهه جي هيٺان ڦريل جوانن کان جيڪڏهن سڙهه ڇڏائي ويو ته پوءِ اهي هيٺ ڪرندا ويندا آهن. ان ڪري ڪري يا تکي واءُ ۾ آڏ جو هڪ ٻه ڇڪي کولي سڙهه کي بند هٽندا آهن. ڇڪيون مضبوط ڪاٻار جون ٺهنديون آهن ۽ اهي ساڪن وانگر ٽٽنديون نه آهن.

ڇَڪيون: سڙهه جي مٿئين پاسي ويڙهن ۾ فوٽ ڏيڍ فاصلي تي ڪاٻارجي رسيءَ جا اڪثر ٽڪرا ٻڌي، پوءِ انهن کي آلات سان ٻڌبو آهي، جن کي ٻيڙياتت 'ڇڪيون' سڏيندا آهن. ڇڪين سان آلات يا آڏ ۾ سڙهه ٻڌبو آهي. مينهن يا طوفان ۾ سڙهه چوڙي، اُن جي مٿان پکو هٽندا آهن، جيئن سڙهه پڃي نه سگهي. سڙهه کي ڪنجيءَ مٿان پکو هٽي رکندا آهن. پکي جي لام ڪنجيءَ جي ڦالڪي يا ڇت کان مٿي هوندي آهي. پکي جون چڙهون يا ٽوڻيون به ٻيڙيءَ ۾ رکيل هونديون آهن ۽ رڳو هنگامي حالت ۾ ڪيي ڪم آڻبيون آهن. برسات ۾ پکا اَڳيلي پاڇيلي دالان ۽ ڪنجيءَ تي آڏيءَ ۽ شاڪي اڏيءَ جي وچ ۾ (جيڪو ٻيڙيءَ جي ترجو حصو آهي) هوندا آهن. ان کي ٻيڙيءَ جو لڪُ چوندا آهن. لَڪ ۾ بار وجهبو آهي، ٻيڙيءَ جي لَڪ ۾ پَسن ڍڪڻ لاءِ ڪاٺ جا ڍڪ هوندا آهن، جن کي تُوتَڪَ چئبو آهي. آڏي ۽ چاٻاهيءَ واري آڏيءَ جي وچ تي بچيل حصي ۾ به بار پريندا آهن، يا سامان رکبو آهي، ان جي مٿان آڏي جي سنوت ۾ دالان جو توتڪ هوندو آهي. توتڪ جي هيٺان پسن جي مٿان به توتڪ پيل هوندا آهن. توتڪن جي ڪري پَسن ۾ گند ڪچرو نه پوندو آهي. توتڪ مٿي به کلي سگهندا آهن. جن کي مٿي ڳليءَ تي کولي، ٻاهران چندي، پوءِ ساڳيءَ جاءِ تي رکبو آهي.

ٻيڙن جا رسا، شيڪلي، آڏ ۽ سڙهه جي رسن کان سواءِ بيا به هوندا آهن، جن کي جدا جدا نالن سان سڏبو آهي، جهڙوڪ:

چيريون: ٻيڙيءَ کي ٻڌڻ لاءِ جيڪو رسو ڪم آڻبو آهي، ان کي پڳهه چئبو آهي. پڳهه واري رسي کي 'چيري' به چوندا آهن. چيري ڪاٻار جو ٿلهو وٽيل رسو هوندو آهي.

چٺن جي چيري: اُها چيري جنهن ۾ ٿلهو لوهه جو زنجير يا چٺن (Chain) ٻڌل هوندي آهي، ان کي اڇلائڻ کان اڳي چيريءَ ۾ ٻڌي مضبوط ڪري، پوءِ درياهه ۾ اڇليندا آهن.

ناتاريءَ واري چيري: ناتاريءَ جي ڪڙي ۾ ٿلهو رسو ٻڌي، جڏهن ناتاريءَ کي درياهه ۾ اڇليندا آهن، ته ان رسي کي ناتاريءَ جي چيري چئبو آهي.

رَس: اهو رسو شيڪلي جي مور ۾ ٻڌبو آهي، هي رس واءُ نه لڳڻ يا ونجهه نه لڳڻ ڪري همراهه ڪناري تي ڪٺي ويندا آهن ۽ ان سان ٻيڙيءَ کي اڳتي ڇڪيندا آهن. رَس جي منڍ ۾ چيلهه ۾ وجهڻ لاءِ رسي کي ٻٽو ڪندا آهن، جنهن کي 'مونڊيو' چوندا آهن. مونڊيو معنيٰ وارو ان کان پوءِ ان رس ۾ ڪاٺ جا گهڙيل ڳيٽيءَ جيڏا ٽڪر پيل هوندا آهن، جن کي سهيلا چوندا آهن. انهن سهيلن ۾ بلٽ نما رسا هوندا آهن، جن کي 'ڪڙاها' چوندا آهن. منڍ ڇڪڻ واري کي 'مونڊائي' چوندا آهن. مونڊائيءَ جي پويان سهيلن ۾ ڪڙاها وجهي همراهه يا جوان رس ڇڪيندا آهن،جن جي زور ڏيڻ سان ٻيڙي اڳتي وڌندي آهي.

ونجهه: ٻيڙيءَ جا ملاح هڪ ڪلهي ۾ ونجهه ڏئي ٻيڙيءَ کي اڳتي ڌڪيندا آهن. جوان ونجهه ٻيڙيءَ جي ٻنهي ڳلين سان جهلائيندا آهن. ونجهه درياهه جي هيلين مٽيءَ ۾ رنڊائي ڪلهي جو زور ڏيندا آهن، جنهن کي ونجهه جهلائڻ چوندا آهن.

آڳيلي اوير: مهرن جي سراڙن کان پوئتي ٻيڙيءَ جا اويرهوندا آهن. جن مان اڳئين کي آڳيلي اوير چئبو آهي ۽ پوئين کي پاڇيلي اوير چئبو آهي. ٻيڙي پتڻ ڪنهن مقرر تڙ تي ڪندي آهي، يعني هن پَرجا ماڻهو مال ۽ سامان ڪٺي هُن پر پهچائڻ ۽ هُن پرجو مال ۽ سامان هِن پر پهچائڻ کي پتڻ چوندا آهن. پتڻ جي ٻيڙيءَ کي واڙا نه هوندا آهن، ڇاڪاڻ ته اُن ۾ اُٺ ۽ ڍڳا پڻ چڙهندا آهن. واڙن جي ڪري اٺ، گهوڙا، ڏاند ۽ مينهون نه چڙهي سگهنديون آهن.

ٻيڙيءَ جا واڙا: ٻنهي ڳلين يا ڳڙهن جي ٻاهرئين پاسي واڙو چڙهندو آهي، جنهن جو مطلب هي ٿيندو ته بار سبب جڏهن ٻيڙيءَ جا ڪچا پاٽيءَ ۾ هيٺ ٿي ويندا آهن ته لهر جي پاٽيءَ اٿلڻ جي بچاءَ کان 'واڙا' چاڙهيا آهن. واڙي جي ڦرهي ٿولهه ۾ ڏيڍ به انچ هوندي آهي. واڙي جي ويڪر ڏيڍ فوٽ کان ٽن فوٽن تائين ۽ ڊيگهه ٻاهرن هٽن کان ويهن هٽن تائين به ٿيندي آهي.

**ٻيڙين جا قسم:** اوائلي دور ۾ جڏهن انسان درياهه جي ڪنارن تي اچي آباد ٿيا ۽ درياهه جون مڇيون ماري کائڻ لڳا، تڏهن کين درياهه ۾ ترڻ جي ضرورت محسوس ٿي. ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي ۽ هنن درياهه ۾ترڻ لاءِ ٻهرائين ڪکن جا تُرها ناهيا. سنڌو درياهه جي ڪنارن سان ڪانهن ۽ سَرهٺا، جيڪي وڏي ۽ سُڪائي، انهن جا تُرها ناهيا ويا، جن تي هڪ ٻه يا وڌيڪ ماڻهو درياهه ۾ تري سگهندا هئا. اڳتي هلي تُرهي کي وڏو ڪري سَرن يا ڪانهن جي ڇپري ناهي، ان کان 'سڙهه' جو ڪم ورتائين.

بُنڊ: ٻيڙين جي رواج کان اڳ ۾ ڪاٺ جا سُڪا بنڊ درياهه ۾ لاهي انهن تي ماڻهو ترندا هئا، اجوڪي دور ۾ به درياهه جي ڪپ وارا ماڻهو بُنڊن تي تري پار ويندا آهن.

تَر/ تريون: ماڻهن ۾ وڌيڪ سوچ اچڻ ڪانپوءِ وڏن ٿلهن ٽُڙن کي ڳولي، انهن جي وچ مان بوکر ڪيي، ٻيڙيءَ جيان ناهيائون، جن تي به تي ماڻهو آسانيءَ سان تري سگهندا هئا. لوهه واري زماني ۾ وڏي ڪاٺ کي وچ تي خانو ناهي، ان جو اڳيون ۽ پويون حصو ڪهاڙيءَ سان تَري ناهي، تَريون بنائي ٻيڙيءَ وانگر هلائيندا هئا. اهوچڻ ته ٻيڙيءَ جو بنيادي تصور هو.

مانُي (ٺڪرجي)، مٽ، دلو: ٺڪرجي مانُي، مَٽ دِلو پڻ ترڻ جي ڪم ايندا آهن.

ٿَلو/ تَرهو: پنج ست يا وڌيڪ ڪاٺ جا بنڊ هڪ ٻئي سان ڪانهن جي وٽيل نوڙين سان ٻڌي ٿلو ناهيندا آهن، جنهن تي ڪافي ماڻهو ويهندا آهن. ٿَلي کي لٺيءَ جي لڪڙي سان، (جنهن کي پنجر چئجي ٿو)، هلائيندا آهن.

تنبو: ڪدوءَ جا تنبا به ترڻ جي ڪم ايندا آهن. ماڻهو تکي ترڻ لاءِ تُنبي کي سَٽَ جي ڌاڳن سان 'اٽهه' وجهي چيلهه ۾ ٻڌي ترندا آهن.

سيٽهه يا سيٽاهه: سيٽهه يا سيٽاهه ٻڪريءَ جي کل مان ٺهندي آهي. سيٽهه کي پوين ٽنگن ۾ اٽهه پيل هوندا آهن. جن ۾ 'سيٽاهيو' ٻئي ٽنگون لنگهائي، سيٽهه کي ڦوڪيندو آهي. سيٽهه کي ڦوڪڻ کان پوءِ هو سيٽهه کي اُرهه ۾ آڻي، سيٽهه جي هوا واري نڙي ڏندن جي وچ ۾ ڏيندو آهي ۽ زبان جي چوٽيءَ سان هوا بند ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هوا گهٽجڻ تي ان کي ٻيهر ڦوڪي به سگهندو آهي.

سنڌو درياهه ۾ ڪيترن ئي قسمن جون ٻيڙيون وهنديون رهيون آهن. ماضيءَ ۾ سمورو درياهه ٻيڙين سان پريو پيو هوندو هو هاڻي سنڌو سُڪندو پيو وڃي ته اهي ٻيڙين جا نمونا به ختم ٿي ويا آهن يا گهٽبا پيا وڃن. انهن مان ڪجهه نمونا هن ريت آهن:

**ڪوُنتل:** ڪوُنتل ٻيڙي، سنڌي ٻيڙين ۾ سهڻي ٻيڙيَ آهي. ڪوُنتل جا مُهرا سوڙها ۽ پلاند ڊگها ٿيندا آهن. چيو وڃي ٿو تہ ڪوُنتل مهراڻ مهاڻي جي ٺهيل ٻيڙيءَ جي نموني تي ٺهندي آئي آهي. 19هين صديءَ جي شروعات جي وڏي ٺهيل ٻيڙي (جو تہ ان کان اڳ ۾ وڏيون ٻيڙيون عام موجود هيون)، جيڪا هڪ سؤ خرار (ٽي هزار مڻ) پڪي اِن جو بار کڻندي هئي، ان جو نالو 'محفل' هو. محفل ٻيڙي مانجهندن جي هڪ هندو سيٺ جي ٺهرايل هئي، جيڪا 1940ع تائين درياهہ تي وهندي هئي، آخر ۾ اُها ٻيڙي پندرهن سورهن سال 'رکڻ ٽڙ' جي ملاح 'گل' وٽ موجود هئي. اُن محفل ٻيڙيءَ تي ويهہ جوان ڪم ڪندا هئا.

**گرڙ بتيلو:** هيءُ بتيلو سکر جي هڪ ملاح ارڙهينءَ صديءَ جي آخر ۾ ٺهرايو هو. جيڪو محفل ٻيڙيءَ کان بہ گهڻو بار کڻندو هو. اڻويهين صديءَ ۾ ٻي ٻيڙي، جيڪا ڪراچي ۾ ابراهيم حيدريءَ ۾ ٺهي هئي، اها پهرين سنڌي ٻيڙي هئي، جيڪا سامونڊي ٽڙ تي ٺهي هئي، جنهنڪري ان جو نالو 'ڪراچي' رکيو ويو هو. اها ٻيڙي سيتا ڳوٺ جو ناکئو محمد هاشم سيتائي ۽ سندس پائر هلائيندا هئا.

**بتيلو (بنا پاتاري):** ڪوُنتل ۽ بتيلي ۾ فرق هيءُ ٿيندو آهي تہ ڪوُنتل جا پلاند ڊگها ۽ مُهرا سوڙها ٿيندا آهن. بتيلو پلاِند يعني ڊيگهہ ۾ سوڙهو ٿيندو آهي ۽ اُن جا مهرا ڪوُنتل کان ويڪرا ٿيندا آهن. باقي جمڙدو ۽ ڳڙهہ ڳلي ساڳي ڪوُنتل جهڙي هوندي اٿس. پاتاريءَ واري ڪوُنتل ۽ پاتاريءَ واري بتيلي کي وڏيڪ رڳو پاتاري، جمڙدو ۽ ڳڙهہ هوندا آهن. بنا پاتاريءَ واري ٻيڙيءَ کي جمڙدو، ڳڙهہ جي مٿان لڳندو آهي، باقي ٻيا سامان ساڳيا ٿيندا آهن. ڪوُنتل يا بنا پاتاري بتيلي ۾ رڳو پاتاريءَ وارو حصو نہ هوندو آهي.

**جَهمٽي:** جهمٽي بہ ڪوُنتل ٻيڙيءَ کي چئبو آهي، جيڪا نئين تيار ٿي درياهہ ۾ لهندي آهي. اوائلي زماني جي ڏندڪٿائي روايت موجب نئين ٻيڙيءَ کي تيتر نہ وهائيندا هئا، جيتر ديوتا اُن ٻيڙيءَ تي سير نہ ڪندا هئا. اُن ڪري ٻيڙيءَ کي ٻنهي مُهرن تي موڙ سجائيندا هئا ۽ شِوَ مهراج کي راضي رکڻ لاءِ ٻل چاڙهيندا هئا. واسو



ٽيڻ کان پوءِ جهمٽي درياهہ شاهہ تي هلندي هئي. مسلمان ملاح بہ جهمٽيءَ کي سينگاري، پهرين پنهنجي مرشد کي ٻيڙيءَ تي چاڙهي سير ڪرائيندا هئا. اهڙي جشن ۾ عورتون هڪ لوڪ گيت سهرن وانگر چونديون هيون:

حضرت پير چڙهہ جهمٽيءَ تي،
پير رکندو آ مرشد تون!

جهمٽي، ٻيڙيءَ جو ڪو خاص قسم ناهي، پر نڪور ٻيڙي جڏهن درياهہ ۾ لهندي آهي ۽ ان کي سينگاريو آهي تہ ان ٻيڙيءَ کي 'جهمٽي' چوندا آهن.

**دنگي:** دنگيءَ کي 'ڪَنڍي واري ٻيڙي' بہ چوندا آهن. دنگي درياهہ ۾ بہ وهندي آهي ۽ سمنڊ ۾ بہ وهندي آهي. واڻ / واهڻ ٻيڙا پڻ دنگيءَ جي نموني ٺهيل هوندا آهن.

**واڻ يا واهڻ:** هي ٻيڙا وڏا ٺهيل هوندا هئا، جن کي غوراب بہ چوندا هئا. اهي سنڌو درياهہ جي بندرن تي ٺهندا هئا ۽ انهن جون مَرامتون بہ ملاح پنهنجن پنهنجن ٽڙن تي ڪرائيندا هئا. اهي ٻاهران واپار ڪري سنڌ ۾ آڻيندا هئا ۽ سنڌ مان سامان کڻي ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندا هئا.

**ڪٽار:** ڪٽار ٻيڙي پڻ دنگيءَ جهڙي ٿي ٿيندي آهي، پر اُن جو ٿَر سنڌو هوندو آهي. ڪٽار کي ڪنڍيءَ وارو ٿر نہ ٿيندو آهي. ڪٽار بار کڻڻ يا پٿڻ جو ڪم ڏيندي آهي. ڪٽار کي ننڍي ٻيڙي هئڻ ڪري بتيلو بہ چوندا آهن. هن جو مهرو سوڙهو ٿيندو آهي. هن ۾ هڪ ٿلهي ڦرهي اڳيان لڳل هوندي آهي، جيڪا سونڊ جو ڪم ڏيندي آهي. وڏين ڪٽارن کي لڪ مٿان چئن مُنين تي دالان بيهاريندا آهن. ڪٽار ڪاهڻ ۾ آسان ۽ هلڪي هوندي آهي. ڪٽار ٻيڙي، ڪشميري ٻيڙين سان پڻ نسبت رکي ٿي، ياد رکڻ گهرجي تہ دنگيءَ کي ڪٽار نٿو سڏي سگهجي.

**ڊونڊي:** ڊونڊيءَ جو نمونو ڪوُنتل جهڙو هوندو آهي، ڪوُنتل چئن پنجن سون مڻن کان ٽن هزار مڻن تائين يا ان کان بہ وڌيڪ بار کڻندڙ ٻيڙي هونڊي آهي، جڏهن تہ ڊونڊيون اڪثر مڇي مارڻ جي ڪم اينديون آهن. ڊونڊي ٻيڙيءَ جو سڙهہ مستطيل جهڙو هوندو آهي. ڪن واهن تي ڊونڊيون پٿڻ جو ڪم بہ ڏينديون آهن. ڊونڊيءَ کي ڳن جو 'سُڪان' ٿيندو آهي ۽ ڳن جي زور تي ڊونڊي اور پار آڻي سگهبي آهي. ڳن موڙي ڊونڊي کي هلائبو آهي.

**هُڙهيو:** هيءُ ڪٽار کان ننڍو ٿيندو آهي ۽ مڇيءَ مارڻ جي ڪم ايندو آهي. سڙهہ واري هڙيي کي ويٺو ٿيندو آهي، ان کان سواءِ ڳن بہ ٻڌل هوندو اٿس. اڳئين زماني ۾ ننڍا هُڙهيا وڏين ٻيڙين تي رکيل هوندا هئا ۽ ضرورت وقت پاڻيءَ ۾ لاٿا ويندا هئا. وڏي ٻيڙي درياهہ ۾ بيهندي هئي تہ هڙهيا پاڻيءَ ۾ لاهي، ملاح ۽ پاڻي انهن ۾ چڙهي ڪناري تي پهچندا هئا. ڪنارن وٽ جيڪڏهن پاڻي تانگهو هوندو هو ۽ وڏي ٻيڙي ڪناري کان پري ٿي بيهندي هئي تہ پوءِ هڙيي تي ملاح چڙهي ڪناري تي پهچندا هئا.

**ڪوُنٽيو:** ننڍڙن بتيلن کي ڪوُنٽيو چوندا آهن. ڪونٽيا تر جو سڌريل نمونو آهن. ڪوُنٽيا هلڪا ٿيندا آهن ۽ انهن کي ڪم لاهڻ کان پوءِ بہ ماڻهو مٿي سُڪيءَ تي ڪڍي رکندا آهن. ڪوُنٽيا مڇي مارڻ جي ڪم بہ ايندا آهن، تہ پٽڻ تي هڪ ٻن ماڻهن کي تڪڙي پهچائڻ لاءِ بہ استعمال ڪيا ويندا آهن. ڪوُنٽئي جي جوڙجڪ ڪٽار جهڙي هوندي آهي.

**گاليو:** گاليو بہ هُڙهئي جهڙو ٿيندو آهي. گاليو خاص ماڻهن جي سير لاءِ جڙ تہ هڪ ننڍو هڙهيو هوندو آهي، جنهن ۾ بئنچون ٺهيل هونديون آهن، جن تي بخمل جون گديون بہ رکيل هونديون آهن. ملاح اهي گاليا سير تفريح لاءِ خاص تيار ڪري بيهاريندا آهن، جن ۾ سير تفريح جا شوقين ماڻهو چڙهي درياهہ جو چڪر لڳائي ونندا آهن.

ڊاڪٽر بلوچ "گاليو" اهڙي ٻيڙيءَ کي چوي ٿو جيڪا ڪاٺ جو ٽڙ وچ مان کوري ٺاهجي ٿي، جنهن کي هتي ٽَر چيو ويو آهي. منڇر ۾ گاليو اهڙي ٻيڙيءَ کي چون ٿا، جنهن ۾ گهر ٺهيل آهي، اهي لانگ ٻيڙيءَ جي ترميمي صورت آهن ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ منڇر ۾ ڏسجڻ لڳيون آهن. انهن جا آڳيل ۽ پاچيل وارا تخت سڌا ٿين ٿا، جنهن ڪري اها وڌيڪ ڪارائتي آهي.

**نيهہ:** لطيف سائينءَ نيهہ لفظ ٻيڙيءَ لاءِ ڪم آندو آهي، 'نيهہ' ڪوڙيل ڪاٺيءَ يا منيءَ کي بہ چئبو آهي، پر هتي مطلب ٿيو پڪهہ لڳل ٻيڙي.

**مڪڙي:** هر نموني جي ٻيڙيءَ کي 'مڪڙي' چيو ويندو آهي. سنڌ جي مشهور شاعر، خليفي گل محمد 'گل' پنهنجي شعر ۾ مڪڙي لفظ هيئينءَ ريت ڪم آندو آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ مڪڙي، ٻيڙيءَ جوئي ٻيو نالو آهي:

چوڙ مڪڙي، بيهہ مَر، وٽ رس، جُوانءَ رڙهہ،
هير جي ساڄي لڳئي، ڪڻ جلد سڙهہ.

لطيف سائينءَ پڻ چيو آهي تہ:

تن تنيندو آءُ، مَک ڏيهاڙي مڪڙي!

**تراز يا ترازو:** هيءَ دنگي نما ٻيڙي ٿيندي آهي. اڳئين زماني ۾ سمنڊ ۾ وهندڙ واهڻ يا واڻ، جيڪي جوڙجڪ ۾ دنگيءَ جهڙا هوندا هئا، پر سندن نمونو انهن کان ٿورو مٽيل هوندو هو. ان قسم جي ٻيڙيءَ کي 'تراز' چوندا هئا. تراز ڪنارو ڏئي وهندا هئا. واهڻ کان هلڪا هوندا هئا ۽ واءَ جي ڏيپي تي به هلندا هئا. لطيف سائينءَ پڻ 'ترازو يا تراز' کي ڳايو آهي.

**نائو/ ناوَ:** سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا وٽ درياهه ڇاڇرا ٿي ويندو آهي. انهن ڇرن يا پاٽيءَ جي پاڳن کي ملاح 'نائو' چوندا آهن. خود سمنڊ پڻ ڪنارن ۾ اندر نهر وانگر لنگهي ويندو آهي، تہ ان کي بہ نائو چوندا آهن. 'نائن' ۾ هڪ مخصوص قسم جون ٻيڙيون وهنديون هيون، جن کي 'نائو' چوندا هئا. نائو ساموندي مڇي مارڻ جو ڪم ڏيندي هئي. هندي ۽ بنگاليءَ ۾ پڻ لفظ 'ناوَ' ٻيڙيءَ لاءِ ڪم ايندو آهي.

**وانءِ:** هڪ ٻيڙيءَ جو قسم آهي. قديم زماني جا ملاح بندرن تي هن ٻيڙيءَ کان اوطاق جو ڪم وٺندا هئا. جيڪي ساموندي يا درياهي ملاح پيرسن ٿي ويندا هئا، سي پنهنجن بندرن تي هڪ ڪونتل ٻيڙي، خاص پنهنجي وندر لاءِ بيهاريندا هئا، جنهن ۾ محفلون ڪرائيندا هئا. ڪيترن ڳوٺن کي ان حوالي سان 'وانءِ' بہ سڏيو ويندو آهي. جيئن: ڇنن جي وانءِ، سومرن جي وانءِ وغيره.

**چوڏو:** ملاح اڪثر انڪساريءَ مان چوندا آهن تہ "ادا مڙيئي 'چوڏڙي' تي پيا روزگار ڪريون". چوڏو ٻيڙيءَ کي سڏيندا آهن. ملاح ان ڳالهہ کي تڪبر سمجهندا آهن، جو چئجي تہ "ادا! ڪؤنتل' جا ملاح آهيون". اڻين چوڻ سان پاڻ کي مٿيرو سمجهڻ جو احساس پيدا ٿو ٿئي، ان ڪري ملاح نماڻائيءَ مان چوندا آهن: "چوڏي تي پيا هلون". اهو لفظ محاوري طور استعمال ٿيندو آهي، باقي چوڏو ٻيڙيءَ جو ڪو خاص قسم نہ آهي.

**زئونرڪ:** هي ٻيڙيون پنجابي 'ڦمٽا' مهاڻا هلائيندا هئا، جيڪي اڪثر سنڌ جي بندرن تان مال کڻندا ۽ لاهيندا هئا. زئونرڪ جا مهرا وڏيل هوندا آهن. زئونرڪ کي بہ اڏو ٿيندو آهي، جنهن تي کوهو بيهاربو آهي، هن کي بہ ساڳيا لاچو تاليا، پوني ۽ رسا ٿيندا آهن. زئونرڪ پنجاب جي مهاڻن لاءِ ڪونتل جي برابر آهي. زئونرڪ تي پاتاري يا واڙا ڪو نہ ٿين. ڪهل يا ڪيل قبيلي جا ماڻهو پنجاب جي ٻيڙين جا ملاح آهن. ڪهلن يا ڪيلن جو بنيادي علائقو تل ڪٽنال ۽ سنڌو درياهہ جي وچ وارو پاسو آهي. اهو علائقو ضلعي ميانواليءَ ۾ آهي. ڪهل اٽي ويهٽيءَ ۾ اوائلي دور جي ماڻهن وانگر لڳندا آهن. اهي ڪميون، سيسر، ٻلهڻيون ۽ لڏڙا ڪائيندا آهن.

**بگوڇڻ:** هيءَ ٻيڙي زئونرڪ کان وڏي ٿيندي آهي ۽ درياهہ جي سيني ٻيڙين کان مضبوط ٿيندي آهي. بگوڇڻ تي بہ واڙو چڙهيل نہ هوندو آهي، هن جو اڳيلي ۽ پڇيلي تخت ٿورو ڪٽائون ٿيندو آهي. مهنال گولائيءَ ۾ هوندا اٿس. جن تي آئينا ۽ گل ڇٽ هوندا آهن. هي ٻيڙيون بہ مال، ڪاٺ ۽ اگر کڻنديون هيون. هن وقت نہ وهنديون آهن، چاڪاڻ تہ سنڌوءَ ۾ پاڻي ٻنهہ گهٽو گهٽجي ويو آهي. وڏيون بگوڇڻيون بار گهٽو کڻنديون هيون. هڪڙي بگوڇڻ چار هزار مڻ بار کڻندي هئي، جيڪا سکر جي هڪ هندو واپاريءَ ٺهرائي، هڪ پنجابيءَ ملاح کي ڏني هئي. اها محفل ٻيڙيءَ جي دور کان پنجاهہ سال اڳ ٺهرائي وئي هئي.

**نامڪڙي:** نامڪڙي، زئونرڪ جي نموني ٺهيل ننڍي ٻيڙي هئي، جيڪا سنڌو درياهہ تي وهندي هئي، هيءَ ٻيڙي تمام تکي هلندي هئي، سيسرن جي پويان اهڙي قسم جون ٻيڙيون لڳائيندا هئا ۽ ڪين جلد وڃي پڪڙيندا هئا. ڪن جو چوڻ آهي تہ 'نامڪڙي' ڪشميري ٻيڙين جو هڪ قسم آهي.

**ڊونڊو:** ڪهل قبيلي جا ماڻهو ڪارن جي واپار لاءِ هڪ هلڪو بار کڻڻ جهڙو ۽ بتيلي جهڙو چوڳنيو ٻيڙو ٺاهيندا هئا، جنهن تي وڏيل لڪڙن مان ڪارا ٺاهيا ويندا هئا ۽ هن ٺي ٻيڙيءَ تي ڪارا ڪٽي وڏن وڏن بندرن تي کپائيندا هئا. هي ملاح ڊونڊي تي درياهہ جي ڪنڌن ۾ ڪچون، ڪُرَ، ڇرڪا، گندڻ، ٻتا ۽ مُڪَرَ ماريندا هئا. ڊونڊا، ڍنڍين ۾ بہ بيهاريا ويندا هئا. هنن ڊونڊن ۾ حلال جانورن جا هڏا پرائي، ملتان پهچايا ويندا هئا. ڪهل سنڌ ۾ هڏن جو واپار ڪندا هئا ۽ پنهنجي ٻيڙين ۾ هڏا ڪٽي ويندا هئا.

**ساموندي ٻيڙيون:** اهي ساموندي ٻيڙيون جيڪي سنڌوءَ جي بندرن تي ٺهنديون هيون، تن ۾ غوراب، واهڻ يا واڻ، ٻيڙا، دنگيون ۽ موجوده لانچون اچي وڃن ٿيون.

**واهڻ يا واڻ:** هنن جي جوڙجڪ دنگيءَ جهڙي ٿيندي آهي ۽ فرق صرف ننڍ وڏائيءَ جو آهي.

**دنگي:** دنگيءَ جو ذڪر مٿي اچي ويو آهي.

**ٻيڙا:** وڏن غورابن کي ٻيڙا چوندا هئا، جيڪي واپار لاءِ ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندا هئا ۽ واهوندن ۾ وري ايندا هئا.

**لانچ:** لانچ موٽر يا مشين تي هلندڙ ٻيڙي آهي. موجوده لانچ سمنڊ جي ڪنارن سان پري پري نڪري ويندي آهي، هن ۾ بہ انجڻيون (مشينون) لڳل هونديون آهن، جن ذريعي رڇ وغيره پاڻيءَ مان ڇڪي ڪڍيا آهن. هن دور ۾ لانچون سموري حيدري بندر (ڪراچي) جي سونهن آهن. سمنڊ ۽ درياهہ ۾ مڇي مارڻ لاءِ لانچون نهايت سهوليت واريون آهن، جن ۾ مهاڻا برف بہ کڻي ويندا آهن. اهي مڇي مارڻ لاءِ لانچون سمنڊ تي ڪيدي ويندا آهن ۽ اٺن ڏهن ڏينهن کان پوءِ موٽندا آهن، تہ بہ مڇي سُئي پئي هوندي آهي. برف کان اڳ ۾ مڇيون لوڻبيون هيون، جيڪي وڏيءَ محنت کان پوءِ پاڇيءَ جي ڪم اينديون هيون.



**ٻيڙيءَ وارو ڪوٽيرو:** هيءَ ٽڪريءَ تي پٿرن جو ڪوٽيڙو سنڌو تهذيب جو ماڳ آهي. هيءَ ماڳ ديهہ ڏيسوئي، تپي ڏيسوئي تعلقي ٽاٽي بولاخان ضلعي ڄامشوري ۾ آهي، جيڪو هڪ ٽڪريءَ تي دراوت لڪ جي اولهہ ۾ ٽن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي، ۽ ٽاٽي بولاخان کان 8 ڪلوميٽر اتر اوڀر ڪنڊ تي واقع آهي. پٿرن جي گول دائري وٽ ثقافتي وٿون ملن ٿيون. جيڪي سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙيون آهن. تجرباتي کڏا بہ کوٽيل آهن. ٽڪريءَ تي هڪ فوٽ ٿلهو ثقافتي تهہ آهي جنهن تي سنڌو تهذيب واريون وٿون ملن ٿيون.

**ٻي سنڌي ادبي ڪانفرنس:** 1924ع ۾ سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليم پکيڙڻ ۽ تعليمي مسئلن تي غور ويچار ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ "آل سنڌ محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس" ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت سر ابراهيم رحمت الله بمبئيءَ واري ڪئي. هن ڪانفرنس ڪوٺائڻ پويان نور محمد شيخ وڪيل جون وڏيون ڪوششون هيون. ان زماني ۾ لاڙڪاڻي جو بزم مشاعره وڏي مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو ۽ سنڌ اندر شاعريءَ جو شوق وڌي رهيو هو. ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام رسول فقير جا، نور محمد شيخ وڪيل سان گهرا لاڳاپا هئا. تنهنڪري وقت جي کوٽ جي باوجود بہ ڪانفرنس ۾ شام واري نشست مشاعري ۾ شرڪت ڪئي. ان نشست کي "ٻي سنڌي ادبي ڪانفرنس" جو نالو ڏنو ويو. بزم مشاعره جي باني ٿوري وقت هٿڻ جي باوجود بہ وڏي محنت ڪئي. هن ادبي ڪانفرنس جي استقباليہ ڪاميٽيءَ جو

چيئرمئن مرزا قليچ بيگ ۽ جنرل سيڪريٽري حاجي محمود خادم هئا. جڏهن ته صدارت مير ايوب ڪراچيءَ واري ڪئي هئي. هيءَ ڪانفرنس هوم اسٽيڊ هال ۾ ٿي، جنهن ۾ اردو ۽ سنڌي ٻولين جي ڪيترن ئي ناليوارن شاعرن شرڪت ڪئي. وقت جي کوٽ سبب، ڪانفرنس جا ٺهراءُ پيش نه ٿي سگهيا، تنهن هوندي به هندستان جي ليڊرن جڏهن سنڌي شعر ٻڌا ته تمام گهڻو داد ڏنائون. ڪانفرنس ٻه ڏينهن هلي، جنهن ۾ هنن شاعرن پنهنجا شعر پڙهيا. ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور "فقير"، علي نواز جعفري "نياز"، حاجي محمود "خادم"، جمع خان "غريب"، سيد محمد تقي شاهه، حافظ محمد "احسن"، عطا محمد "عطا"، قادر بخش، "حقير"، مرزا منوچهر بيگ، مرزا همايون بيگ، مرزا مدد علي "مدد" "ميرزا قربان علي "قربان"، ميرزا امام علي بيگ "علي"، مرزا احسن ڪربلائي، قاضي علي محمد، "حافظ" حيات شاهه، محمد هاشم "مخلص"، محمد بخش "واصف" ۽ ٻيا.

**ٻيسڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم. ٿر توڙي عمرڪوٽ ضلعي جي هندن ۽ سمائن ۾ جڏهن گهوٽ پهريون پيرو ساهري گهر ويندو آهي، تڏهن اتي گهوٽ لاءِ اڳوات هڪ خوبصورت رلي وڇائي ويندي آهي، جنهن تي اچي گهوٽ ويهندو آهي. ليڪن ساليون بيٺيون هونديون آهن. ايستائين، جيستائين گهوٽ "گادي ويهڻ جا ٻول" نه چئي، گاديءَ جي ٻولن کي 'ٻيسڻ' چئبو آهي. جنهن جا ٻول مختلف ٿين ٿا، ڪجهه ٻول هن طرح آهن:

گادي گڏ گجرات ري، گونتاڻي اجمير،
ڦونڊا لاگا ميڙ تي، هيرا جسلمير،
ايک ڏڙاڙان انگڻي، ٻيجي ڏڙاڙان ٻهار،
تيجي ڏڙاڙان چؤواڻي، چوٿي رواج دوار،
سرجي ٻيسو سهيليان،هيکي گهڻ هجار.

(گڏ گجرات جي گادي اجمير ۾ ٺهي، جنهن تي ٽوٽَن ٻاڙ مير ۾ لڳا ۽ هيرا جيسلمير ۾ لڳا. هڪ اڱڻ تي وڇايان، ٻي ٻاهر، ٽي چؤواٽي تي، چوٿين راجا جي دروازي تي، اي سهيليوا پاڻ ۾ سرجي هڪ گهڻ هزار ٿي ويهو.)

**ٻيڪروئي:** ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'سليمان پرڳڙي'، 'جيوڻ شر' ۽ 'برهان شر'.

**ٻيگهي:** ناچ جو هڪ قسم. جيڪو عام طرح مزاحيه ناچ آهي. جيڪو ناچو مسخرا ڪندا آهن. ان کي "هڙ ٻاگهي" به چوندا آهن. هن ناچ ۾ ڪڇن (بغلن) ۾ هٿ وجهي، وات سان ڪڳيون هڻندا آهن.

**ٻيلائي:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'غلام مصطفيٰ شنباڻي'، 'امام بخش کهاڙو' ۽ 'ميوو خان بروهي'.

**ٻيلائيون:** جن ٻيٽارن تي وڻ پيدا ٿيندا آهن، تن کي ٻيلائيون چوندا آهن. اهي وڻ گهاٽ ڪري ڄمندا آهن، جي وڏي ٻيلا ٿيندا آهن.

**ٻيلاري/ ٻيلياري:** هڪ علائقو جيڪو ڪڇ جي رڻ جي اتر واري ڇاڙ تي سنڌ جي حد ۾، ڪڇ جي ويجهي ۾ ويجهي ڳوٺ، ڏوري بانا کان 30 ميل پري آهي. هيءَ علائقو ڪنهن وقت ۾ مير شير محمد جو هوندو هو.

**ٻيلاڙو:** هن نالي سان ميرپورخاص ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ جدا جدا به ديهون آباد آهن. هڪڙي ديهه تعلقي ٽنڊي آدم ۾ آهي، جنهن ۾ 19 ڳوٺ شامل آهن. ٻي ديهه تعلقي ميرپورخاص ۾ آهي، جنهن ۾ 'چوڌري غلام محمد صديقي'، 'سيٺ ديوراج مل'، 'چوڌري حق نواز' ۽ 'محمد دل' ڳوٺ آباد آهن. ان کان سواءِ ميرپورساڪري، ٽنڊي باگي ۽ شهدادپور تعلقي ۾ به ڪن ديهه جو نالو آهي.

**ٻيلا واهه:** تعلقي نوابشاهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 'ٻيلا واهه'، 'سهڙجا'، 'چنو لاشاري' ۽ 'آريجا' ڳوٺ آباد آهن. هي آڳاٽا آباد ٿيل ڳوٺ آهن.

**ٻيلاهاري:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ڏونڊيو'، 'ڏونڊاري'، 'ويگهار'، 'مالڪاري'، 'مالڪار'، 'ٻاپوهر'، 'انڊڙي'، 'روجهلڻ'، 'جت ترائي'، 'ٻلهاري'، 'جهپيوپار'، 'ڪونڊاري'، 'مان ڇهو'.

**ٻيلاين جا ٻول** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد پڪو آهي، جنهن ۾ 516 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 9 رپيا ۽ اڄي پني سان 12 رپيا. ڇاپو پهريون مئي 1951ع ۾ ڇپيو ۽ ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مئي 1970ع ۾ زيب ادبي مرڪز رسالا روڊ حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب 19 سالن جي محنت سان سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف علائقن جي سگهڙن سان ڪچهرين ۽ مرحوم شيخ غلام حسين، منشي صالح محمد بري، پير صاحب سجاده نشين درگاهه ميرنا پير (ڪراچي) ۽ وڏيري ميان علي مراد بري کي مليل قلمي ذخيرن ۽ مواد کي سموهي، سهيڙي ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ لس ٻيلي جي عام سنڌي شاعريءَ، اتي جي قومن ۽ قبيلن ۽ سنڌي ٻوليءَ، ٻيلي جي شاعريءَ خاص ڪري ڪبير شاهه، شيخ ابراهيم، سيد احمد شاهه شاعر 'ٺر' ۽ ٻين لس ٻيلي جي شاعرن جي شاعريءَ جو تفصيلي ذڪر موجود آهي.

ٻيلاين جا ٻول
نبي بخش خان بلوچ

زيب ادبي مرڪز - حيدرآباد

**ٻيلڻ:** ٻيلڻ خاص طرح اتر سنڌ ۽ اولهه طرف ڪاڇي وارن جو لوڪ گيت آهي. نظم جي نموني ۽ مضمون جي لحاظ کان عام روايتي 'لولي' سان ملندڙ آهي. البت ٻنهي جي آلاپڻ ۾ فرق آهي. ٻيلڻ "ٻن مصرعن وارو" نظم آهي، جنهن جي ٻيءَ مصرع کي لاهڻيءَ وقت ٻيو دفعو آلاپيندا آهن. جنهن ڪري ئي غالباً هن تي ٻيلڻ جو نالو پيو آهي.

هيءُ گيت مرد توڙي زالون جدا جدا موقعن تي آلاپين. زالون اڪثر "پيرن" جي موسم ۾، جڏهن ٽولا ڪري جهنگ ۾ پيرون چونڊڻ وڃن، ۽ مرد اڪثر آسر مهل اُٺ لڏڻ وقت، يا راتين جو سفر ڪندي سُر سان آلاپين. ڳائيندا ته پهرينءَ مصرع کي مٿي چڪ ڏئي ڪٽندا، جنهن کي 'اولاٽي' يا 'اوناٽي' چون ۽ ٻيءَ مصرع ۾ آواز کي مٿان هيٺ لاهيندا، جنهن کي "لاهٽي" چون. هيءُ گيت اڪثر هر فرد اڪيلي سر جدا آلاپيندو آهي.

هن گيت ۾ عام روايتي لولين وارو ساڳيو مضمون سمايل آهي، يعني عورت جي طرفان محبت جو اظهار، وڇوڙي جا ورلاپ ۽ ملاقات جو انتظار وغيره. هيءُ گيت فقط سرائيڪي ٻوليءَ ۾ آهي.

ٻيلڙي هُڻ تيڏي ٻيلڻ ٻيلي ڳاوي
رمزن دي ماري، کهڙي ٻارڙي ڄاوي
ٻيلڻ وو...
پيلُون چُونڊيندي مين ويڙهه وڃايا،
شاباس اُنهان سهيليان ڪون جنهان لڙهه لڳايا
ٻيلڻ وو...

**ٻيلو/ ٻيلا:** سنڌ ۾ خاص طور چئن قسمن جا ٻيلا ٿين ٿا:

دريائي ٻيلا: هي ٻيلا سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن سان بچاءَ بندن جي وچ واري ايراضيءَ ۾ درياهي ٻوڏن سبب ٿين ٿا. هي ٻيلا سنڌ ۾ وٽڪاريءَ ۾ مک ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ ٻوڏ واري پاڻيءَ ۽ زميني ڪٽاءَ کي روڪين ٿا. انهن

ٻيلن جي مکيه وٽن ۾ ٻبر 60 سيڪڙو، ڪنڊي 14 سيڪڙو، ديوي 12 سيڪڙو، لئي 9 سيڪڙو ۽ ٻيا وڻ پنج سيڪڙو ٿين ٿا.

**نهري ٻيلا:** هي ٻيلا اڳ ۾ درياهي ٻيلا سڏبا هئا. پر پوءِ بچاءَبندن جي تعمير سبب سنڌو نديءَ کان ڌار ٿي ويا ۽ هاڻي انهن جي واڌ ويجهه نهري پاڻيءَ تي آهي، جنهنڪري هنن کي "نهري ٻيلا" سڏيو ويندو آهي. هينئر انهن ٻيلن ۾ پاڻيءَ جي کوٽ، زمين جي ناهمواريءَ، سم ۽ کلر ۾ ٻيلن لڳائڻ ۽ انهن جي سار سنڀال لاءِ فنڊن جي کوٽ سبب ڏينهون ڏينهن گهٽتائي ايندي پئي وڃي. هنن ٻيلن جي مکيه وٽن ۾ ٻبر 58 سيڪڙو، ٽالهي 20 سيڪڙو، بيد مشڪ 10 سيڪڙو، ديوي ۽ ٻيا وڻ 12 سيڪڙو ٿين ٿا.

**سامونڊي ٻيلا (تمر):** سامونڊي ٻيلا دنيا ۾ ڇهين نمبر تي وڏا ٻيلا تصور ڪيا وڃن ٿا، اهي لوڏيانئي ۽ گهٽ آڪسيجن واريءَ گپ ۾ اسرن ٿا. ماحول جي لحاظ کان اهي قدرتي نظام کي برقرار رکڻ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. مختلف قسمن جي نباتات ۽ حياتيات کي پناهگاهه مهيا ڪن ٿا ۽ ساڳئي وقت مڇين ۽ جهينگن کي آنن لاهڻ ۽ انهن جي نسلي پرورش ۾ مدد ڪن ٿا. هنن ٻيلن جي وٽن ۾ 99 سيڪڙو تمر جا وڻ ۽ هڪ سيڪڙو ٻيا وڻ هوندا آهن.

**چراگاهه:** اڪثر قدرتي چراگاهه ٿرجي واريا سن علائقن ۽ ڪوهستان جي جابلو علائقن ۾ واقع آهن، جيڪي مڪاني ۽ لاڏو جانورن کي چارو مهيا ڪن ٿا. هن ٻيلن يا چراگاهن جي وٽن ۾ ڪنڊي، نم، ڪرڙ، ڪبر، لوهيڙو، ٻير، ديويءَ جا وڻ وغيره ملن ٿا.

**ڪيٽي بندر ۾ ٻيلا:** هي ٻيلا ٻن قسمن جا ٿين، هڪ قدرتي ٻيلا ۽ ٻيو هٿرادو ٻيلا، هتان جي مشهور ٻيلن ۾ مولچند ٻيلو، جوراڙ، ڪڏي، رمل، مولچندي ميراڻپور، ٻيلو پناهه، هريراڻي، پڪو سورجاڻي، ڪچو سورجاڻي، ڪوٽ عالمون، ڪيرسر ڪيٽي ڪچو، علي بحر هزاري ۽ ٻيلو گنج بهاريپور/ ٻيلو منارڪي ڪوسن جي ڪيٽي، ڇڇ ڪيٽي، مڙهو، ٽڪر وارو ٻيلو، ڪونج، ٻڍاڻي ۽ ڪاري وارو ٻيلو ذڪر جوڳا آهن.

**حيدرآباد ڊويزن ۾ ٻيلا:** مياڻي، ڪانڙي، محمد خان ڪٽڙ، ڪاٽرو، الچي، هنگوراڻي، راهو ڪاڪا، خان پوٽا، شاهه بخاري، گنڊي، ڄام شورو، رائلو باڍا، ڪارو ڪهو، ڪيٽي مهراڻي، حاجي پور، ڊنڊ، ڊاٻو، ٻنو، ڪيٽي ٻنو، راڻو، دلو ڪيٽي، نوري ڪيٽي، وشال، ڪچو ياڻوٽ، پڪو ياڻوٽ، ڪچو ڪاٺوٽ، سالارو، ايم. رئيس، ڪيبراڻي، سيڪاٽ، منياري، ڪاري، پڪو ڪاٺوٽ، مريد رئيس، ٻنو، شال، جهرڪي، سڙڪ، ڪيٽي مياڻي ۽ ڪيٽي هالا.

**سانگهڙ/ڪپري ڊويزن ۾ ٻيلا:** پوپي/ تراڇو، ڪيٽي، مورهڏي، وڏيل، وارياڻ، نياڻ، ڪوري سرن واري -1، سرن واري -2، ڪڪرو ٽي. ايم خان.

**نواب شاهه ڊويزن ۾ ٻيلا:** پائي، ڪيٽي جڙيو، ماڙي، محراب پور، مڏ ناصري، ڇٽن شاهه، مڏ، ٽرڇي، لاڪاٽ، ڪوٽ ڏڱاڻو.

**دادو ڊويزن ۾ ٻيلا:** قاسم شاهه ناڙي، ڪنڊي باغبان، يان، ڪالو پوري، شاهه ڳڙهه، گگهه، انڙپور، ٻڍاپور، راڄڙي، مانجهند، آمري، گدڙجي، آباد، جڌرجي، ڪنڌاهه خيرو ديرو، ڪيٽي لليا، سونا ٻنڊي، ڪچو مگسي، ڪمال ديرو، ٻڍو ديرو، سوئي مانجهند ۽ راڄڙي.

**ميرپور ماٿيلي ۾ ٻيلا:** ميرپور فاريسٽ، سرحد فاريسٽ، واسر فاريسٽ، جروار فاريسٽ ۽ عادلپور ۽ سلطان پور فاريسٽ.

**سکر ڊويزن ۾ ٻيلا:** باگڙجي ۽ ڪيٽي باگڙجي، آندل دل، گوندڪ، اولڊ گبلو سندراڻي، شاهه ٻيلو ڪيٽي شاهو ٻنڊي ڏاريجا، ڊنگ، ڪيٽي شاهه، پنهواري، ايس ڪي شاهو ڪائي ٻنڊي، ڪيٽي آباد، روهڙي، ڪاتيا، چانگي، عزيز پور، واحد پور، بهاب، ٻڌ، لالو والي، ورستي جهان پور ۽ سڏوجا روڻٽي.

**خيرپور ڊويزن ۾ ٻيلا:** گانگ، ناريجا، مالهي، گنڊي، شاهاڻي، مگٽيجا، راحت، ميلهاڻ، عبدالله ڪلهوڙو، ڪيٽي پير صاحب، ڪيٽي پانڌي، دودو پٽو، ڪيٽي مهاڙي، ڪيٽي نائچ، اولڊ ۽ نيو ڪشمير، ڪٽوهڙ، ڪيٽي ايورو ڪنيار، ڊانڊڻ، نيامو بابل، ٻٺ مگٽيجا، ٻٺ گهمرا، فريد آباد، پنيو خرم، چاچڙ، لنڌري، پٽي مهاڙي، سدا بهار پير قاسم، مياڻو خواجه، پڻڪي، لالو ڳوٺ، پاپا، پيروسند، جتوئي، ٽنڊو مير علي، سيال، ڊرگه، راضي ديرو ڪورائي، نورپور، مهيماڻي، منگي، ماڙي، نواڙو، ڇٽو چنو ڪوٽ چاڻ، موسو ٻکهيو، تارين وارو، ڪيٽي نورپور، ڪيٽي کهڙو، مهاڙي، آگن، خانان، ڪيٽي کهڙو، ابڙي پوٽا، ٻيلي گاجي، پيرن وارو، شاهن وارو، صاحب ڏنو عمر وارو وارهه، صاحب فقير، گلزار وارو، آڏواڻي وارو، مياڻ وارو، ڪرمتي، سيد وارو، نيامو، پڳٽو وارو، فقير وارو، حويلي، پير مسافر، گنبت، کهڙا، چمٽي، ڦاڙوٽڙن، ساڳو بکن وارو، گنڊي، ٽڪرا ايريا، ٽاپٽو ۽ باغ، ٻيلهاٽ.

**نوشهري فيروز ڊويزن ۾ ٻيلا:** منياڻي، پورٽي، دليپوٽا، ايم ديرو پور ۽ ڪمال ديرو.

**جيڪب آباد ڊويزن ۾ ٻيلا:** گندڪ، جاڳڻ ديهو، نيو ڳلوم گڏيس، گيهل پور ۽ مکڻ باٻڻ.

**شڪارپور ڊويزن ۾ ٻيلا:** ڳڙهي ياسين، مهرو مري ۽ آندل.

**لاڙڪاڻي ڊويزن ۾ ٻيلا:** آگاڻي، امروٽ، نئون ديرو، مدئجي، ٻهمڻ، جهانجهرڪو، حسن واهڻ، ساڏناڻي، حيات ڳاڙهو، ڦليل/ڪاٺوڙو مڙهو ڪوٽڙي، ٻڍاڻي، ٻن، جماڻي، خاناڻي، مليرڙي، ڪاسو، ڪيرس، سورجاڻي، گنج، پنهوار، علي بهار، ڇڪيٽي، منارڪي، پانڊي پور، پڪو الهه بخش، اچ مڙهو، مولچند، جراڙ، ڪوڪر ٻڌڪا ۽ گهارڪو.

**حيدرآباد ريجن ۾ ٻيلا:** مولچند، ڪاتيار، پنه، هديراڻي، هزاري، گنج، سورجاڻي، نبي سر، چور مئنيجمينٽ ۽ ڪوٽ غلام محمد.

**ڊائريڪٽوريٽ سرڪل ۾ ٻيلا:** مياڻي، ڪانڙي، پائي، ميرپور ماٿيلو، ٽرپارڪر، محمد خان، مولچند، مهسڙو، لعل پير، امروٽ، مدئجي، ٽانڙي، سيلهاڻي، گاجي ديرو، باگي شاهه بيگ، جانجهرڪو، عاقل، ربُو مريد، غيبي ديرو، مرزاپور ۽ چنڊاڻي.

**ڦٽو سرڪل ۾ ٻيلا:** چوهڙ، ڪڏئجي، آبدار، ڪانوڙي، املاڻو ياڏ، گڏاپ، شاهي چنڊ، ڪارا موئدان، هرج ڪنڊ، ڪڍ، واڻ ڪنڊ، جڳار، مانڊڙو، شورنگ گڏاپ، ڊاٻيجي، ڊاندو، گهنگهر، ڪوهستان، ريڻ پيٽياڻي، بابر ٻند، ڪلو، ڪلو ڪوهه، لوپاڇ ملڪ دودو خان، سري، سينگ، اٿ پلاڻ، ٽڪ، ڪاپٽ، مول، رڙي، بُخاري، ويرڻ، سونڊا، هيرا، علي گنج، لالنگهه، ٻجورا ۽ لوپاڇ ملڪ سردار خان.

**ٻيلو آباد مَلهاڻي:** تعلقي لکي، ضلعي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻيلو انڙپور:** ڄام شوري ضلعي جي تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ٻيلو باگڙجي:** هن نالي سان شڪارپور ۾ ٻه ديهون موجود آهن: هڪڙي تعلقي لکيءَ ۾، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ 'ملٽري فارم'، 'لؤنگ' ۽ 'لال شيخ' آباد آهن، ٻي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾، جنهن ۾ هڪڙو ڳوٺ 'خروس' آباد آهي.

**ٻيلو بندي ڏاريجا:** تعلقي ۽ ضلعي سکر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'جانب ڏاريجو'، 'حاجي هوت خان'، 'واحد بخش مهر'، 'عبدالوهاب ماڪر'، 'لعل بخش مهر'، 'جانل جوڻيجو'، 'پنهل مهر'، 'بچل مهر'، 'الهڏنو ڏاريجو'، 'آچر مهر'، 'عابد ڏاريجو'، 'علي بخش جوڻيجو'، 'ڏٽي بخش جوڻيجو' ۽ 'يارمحمد ڪيريو'.

**ٻيلو بوزدار:** ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'پيربخش بوزدار' ۽ 'علي مراد بوزدار' آباد آهن.

**ٻيلو ٻيروٽا:** ضلعي گهوٽڪي، تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان پنج ڳوٺ آباد آهن: 'حاجي عبدالحق آرائين'، 'چڪ ڊي. ايس. پي'، 'علي احمد آرائين'، 'حاجي بلاول شر'، ۽ 'گل شاهه'.

**ٻيلو پٽڻ:** هيءَ ضلعي دادو جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي ديهه "خانپور" ۾ هڪ قديم ڳوٺ آهي، هتي اوائل ۾ فقط 15 گهر هوندا هئا، جيڪي ملاحن جا هئا. انهن ۾ ٻه ڀائر، ٻيلي ۽ عيسو نالو رهندا هئا، اهي ٽوپا به هوندا هئا. ٻيلي وٽ پنهنجون ٻيڙيون به هونديون هيون، جيڪي هو پتڻ تي هلائيندا هئا، ان ڪري آسپاس جا ماڻهو هن پتڻ کي "ٻيلي جو پتڻ" ڪري سڏيندا هئا. هن وقت هتي کهڙا، پٽا، جويا، ٻبر، آرائين، ابڙا، ڪولاچي ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو

رهندا آهن. جنهن ڪري تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جو ڇوٿون نمبر وڏو ڳوٺ شمار ڪيو وڃي ٿو. هن شهر جا مير محمد "ميرل" جويو ۽ "روشن" جويو سٺا شاعر ۽ اديب آهن. جيڪي هن وقت ترتيبوار سن ۽ ڄام شوري ۾ رهن ٿا.

**ڀيلو جمشير**: تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ موجود ڪونهي.

**ڀيلو چاچڙ**: هي ديهه تعلقي پني عاقل ۾ آباد آهي.

**ڀيلو چوئي**: تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو ڏڪسن**: تعلقي ۽ ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ نه آهي.

**ڀيلو رانوتي**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ فقط هڪڙو ڳوٺ 'ڄام محبوب سيلرو' جي نالي سان آباد آهي.

**ڀيلو راڻو راهڙ**: ضلعي گهوٽڪي جي تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو سانگهري**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: اڪبرجت، احمد ڪي، نظر احمد آرائين، حسام الدين شاهه، ڊاڪٽر امير محمد، غلام مصطفيٰ ڪوڪر، عبدالحفيظ خان آرائين، ارباب علي شاهه.

**ڀيلو سلطان ڪوٽ**: تعلقي ۽ ضلعي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'مير دوست جعفري' ۽ 'عطر جعفري' آباد آهن.

**ڀيلو شاهپور**: ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو علي پور**: ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ آباد آهن: الهداد بروهي، عبدالرحمان پنگر، مير محمد واگهو، جمعو خان بروهي، منگهه ڪوسو، محمد يوسف منجهو، فيض آباد، آڙي ڪاپ.

**ڀيلو قادرڏنو**: ضلعي سکر جي تعلقي پنوعاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو ڪارنا**: تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان پنج ڳوٺ آباد آهن: 'جات'، 'ڏوماٿو'، 'حويلي رام'، 'منو مهر' ۽ 'ڪاروبلي'.

**ڀيلو ڪوني**: ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو ڪيلو**: هن نالي سان گهوٽڪي ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ٻه ديهون آباد آهن. هڪ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ آباد آهي، ٻي ديهه تعلقي ڪشمور ۾ آهي، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'ڄام عثمان لنڊ' ۽ 'ميان فضل الرحمان' آباد آهن.

**ڀيلو گگهه**: تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي ڄام شوري ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ.

**ڀيلولاڪات**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو ماڇي**: ضلعي ۽ تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'برڪت علي جعفري' ۽ 'سهڻو جکرو' آباد آهن.

**ڀيلو محرابپور**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو. ان ديهه جو هڪ ڀيلو پڻ ساڳئي نالي سان سڏجي ٿو.

**ڀيلو مَڏِ**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو ۽ خود ڀيلي جو نالو پڻ آهي.

**ڀيلو مَري**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو مُهاڙو ماڙي**: ضلعي شڪارپور جي تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ست ڳوٺ آباد آهن: 'عبدالرحمان بجاراڻي'، 'گل محمد بجاراڻي'، 'محمد شريف بجاراڻي'، 'محمد عظيم بجاراڻي'، 'حسين بخش تيغاڻي'، 'مورنداوغائي' ۽ 'حاجي ملگزار'.

**ڀيلو ميرپور**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ آباد آهن: 'الاهي بخش اُنڙ'، 'درويش فقير/ ڀيلو درويش'، 'جند وڏو ڇڇڻ'، 'بنگل سيال'، 'رسول بخش شيخ'، 'بشيرجت'، 'ولي محمد'، 'ميوو ڇڇڻ' ۽ 'ڳوٺ ڇڇڻ'.

**ڀيلو ناصري**: ضلعي نوابشاهه(هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ناصري ڳوٺ آهي. جتي ناصريءَ واري پير جي مشهور درگاهه آهي.

**ڀيلو واسر**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلو هگورو**: ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيلهاڙو**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ڳنبٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ست ڳوٺ آباد آهن: 'ڀيلهاڙو'، 'ڪيڇي واهڻ'، 'ڪوري'، 'ڪيڇي واهڻ پنجابي'، 'شيخ'، 'يارو مرڪنڊ'، 'ماهي مرڪنڊ' ۽ 'واحد بخش مرڪنڊ'. هتي مڊل ۽ پرائمري اسڪول موجود آهن.

**ڀيلهاڙو**: هن نالي تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه پڻ آهي، جنهن ۾ 'ٽنڊو شهداد'، 'ماڳ'، 'شيرمحمد چانڊيو'، 'محمود آباد'، ۽ 'آچر خان چانڊيو' ڳوٺ شامل آهن.

**ڀيلهاڙي**: تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڀيليچاڻي**: ضلعي خيرپور جي ڪنگري تعلقي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ آباد آهن: 'ٽنگر اُجڻ'، 'پيارو اُجڻ'، 'جعفر تنيو' ۽ 'عارب ڪلهوڙو'.

**ڀيلي ڏٽي**: لسٻيلي جي مشهور سخي حاڪم "سپڙ ڄام" جو لقب، جنهن هڪ منڊي ۽ اڻ ڄاڻ ڄارڻ ڪي هڪ سو تازي گهوڙا دان ۾ ڏيئي ڇڏيا هئا.

**ڀيليگاجي**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'عمر خان پيرزادو'، 'صالح ممناڻي'، 'درياهه شاهه'، 'آدم خان ڪلهوڙو' ۽ 'وزير ممناڻي'.

**ڀيو پاسو** (ڪتاب): هي هند ۾ رهندڙ مشهور سنڌي اديب، ڪهاڻيڪار ۽ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا "جي اڳواڻ سندر اگناڻي جي ڪارٽونن جو مجموعو آهي، جيڪو سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن 'الهاس نگر' جي پبلشر نارائڻ ڀارتيءَ 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو هي ڪارٽون هفتيوار سنڌي ٽائيمز ۾ مختلف وقتن تي ڇپيا رهيا. جيڪي پهريون ڀيرو ڪنهن سنڌي اخبار پاران گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ ڏنا ويا آهن. ڪارٽون ڏسندي ڪجهه ڪلڇي ٿو ڪجهه سوچجي ٿو سچ پچ ته ڪارٽون جو مطلب اهو آهي ته ڪلندي ڪلندي ملڪ، سماج، شهر يا واقعن بابت ڪجهه سوچڻ جو موقعو ڏئي. سندر اگناڻي جي ڪارٽونن جا ٻه ٻيا مجموعا به ڇپجي چڪا آهن. جن مان "رهنديون" سهڻي پبلڪيشن جڏهن پور پاران 1997ع ۾ ۽ ٻيو ڪتاب "اديبن ڪي آداب" سنڌي ٽائيمز پبليڪيشن الهاس نگر پاران نومبر 2003ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. هنن ڪارٽونن جي خوبي اها آهي ته سنڌي اديبن، سنڌي ادب، سنڌي اڳواڻن ۽ سنڌي سماج جا ڪيترائي رخ تنقيدي نظر سان پيش ڪيا آهن.

**ڀيو قدم** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل جي شروع ڪيل "سهڻي پبلڪيشن" جو ٻيو نمبر ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڪهاڻيون، مضمون ۽ شعر شامل آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 125 صفحا آهن. ڇاپو پهريون اداره نو ادب، جمالي پريس حيدرآباد مان ڇپايو.

**ڀيٽڙ ڀڳ**: ضلعي دادوءَ، تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ فقط هڪ ڳوٺ 'صدر پنهور' شامل آهي.



# ببليو گرافي (ڪتابيات)

## سنڌي ڪتاب


1. آخوند، عبدالرحيم وفا، ”هَر گنيو“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1993ع.
2. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“ (پاڳو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2006ع.
3. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 1972ع.
4. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، ”قديم سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2007ع.
5. آڏواڻي، ڪلياڻ، ”شاهه جو رسالو“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2006ع.
6. آرٿر ڊبليو ڪورنهسار، ڊاڪٽر / مگسي، زاهد علي، پروفيسر، ”پڙهائي ڪيئن ڪجي؟“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1999ع.
7. آزاد، ابوالڪلام / ڏڪڻ، عبدالرزاق، ”صدين جون صدائون“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي 1999ع.
8. آزاد، ابوالڪلام / ڦلپوٽو، محمد رمضان، ”سيرت رسول صلي الله عليه وسلم عملي پهلو“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2002ع.
9. آزاد، ابوالڪلام، مولانا، ”اُم القرآن“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2002ع.
10. آزاد، ابولڪلام / ميمڻ، جاويد، ”اسان جي آزادي“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
11. آزاد، ابوالڪلام، ميمڻ، جاويد، ”انسانيت موت جي دروازي تي“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
12. آزاد، ابوالڪلام / ميمڻ، نور احمد، ”انسانيت جو ازلي ورثو“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1997ع.
13. آزاد، خالد، ”شاهه لطيف، سنڌي ٻولي ۽ سماج“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2007ع.
14. آزاد، قاضي، ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي“ (هڪ مطالعو)، شاهه لطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي، 1997ع.
15. آغا سليم (مترجم)، ”بابا فريد گنج شڪر جا دوها“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، ڄامشورو 1990ع.
16. آگرو، غلام رباني، ”جهڙا گل گلاب جا“ (ٻه ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو 2007ع.
17. آئوترام / پنهور، عطا محمد، ”سنڌ جي فتح“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2001ع.
18. ابڙو، بدر، ”تنقيد نگاري ارتقائي جائزو“ سنڌي ادبي سنگت، ڪراچي، 1985ع.
19. ابڙو، بدر، ”سنڌ جو شاهه“، شاهه عبداللطيف چيئر ڪراچي، يونيورسٽي، ڪراچي، 2000ع.
20. ابڙو، بدر، ”سنڌ جي جهنگلي جيوت“ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع.
21. ابڙو، بدر، ”سنڌوءَ جو سفر“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1989ع.
22. ابڙو، بدر، ”ماڻهو“، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1998ع.
23. ابڙو، بدر، ”هنگلاج ۽ لاهوت“، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي، 2000ع.
24. ابڙو، بدر، ”کيرٿر جو سفر“ (ارضيات ۽ جاگرافي) اڻ ڇپيل ڪتاب.
25. ابڙو، بدر، ”کيرٿر ۾ قديم نقاشي“ (اڻ ڇپيل ڪتاب).
26. ابڙو، بدر، ”منڇر گاج دنيا“، (اڻ ڇپيل ڪتاب).
27. ابڙو، بدر، ”ڪوهستان جو سفر“، (اڻ ڇپيل ڪتاب).
28. اجواڻي، لال سنگهه، ”سنڌي ادب جي تاريخ“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2007ع.
29. احسان دانش، ”ويل نه وسريام“، لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، 2006ع.
30. اختر درگاهي، ”بيدل جو اردو ڪلام“ (ڪلام ۽ جائزو)، سچائي اشاعت گهر دڙو 1997ع.
31. اديب، انقلابي، ”سنڌ جا عظيم ويڄ“، سنڌي تحقيقي بورڊ، حيدرآباد، 1993ع.
32. اديب، محمد عثمان، ”ڏيپلي تعلقي جي تاريخ“، عثمان اديب يادگار اڪيڊمي، ميرپور خاص، 2000ع.
33. ارجن سڪايل، ڊاڪٽر، ”امرت جو ڪلش“، ڊاڪٽر ارجن سڪايل، ممبئي، 2002ع.
34. ارجن سڪايل، ڊاڪٽر، ”سنڌو نگر جا سنڌي“، A-700, Sindhu Nagar هري پور چوڪ، سنڌو نگر (انڊيا)، 2002ع.
35. استاد امير علي خان، ”سر شاهه، سمنڊ“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2005ع.
36. استاد غلام مصطفيٰ دادوي، ”عمربن محمد دائود پوٽو“، توحيد عربي مرڪز، حيدرآباد، 1993ع.
37. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي“ (1947ع کان 1973ع تائين)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو.
38. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2005ع.
39. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
40. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.

41. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ليڪسڪن جي ڊائريڪٽري“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1974ع.
42. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي نثر جي تاريخ“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1999ع.
43. الانا، غلام علي ڊاڪٽر، ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ (Ph.D ٿيسز)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
44. اليگزينڊر برنس، مترجم: عطا محمد ڀنڀرو، ”سنڌ ۾ جو سفر 1831ع“ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1994ع.
45. اليگزينڊر ڪننگهام، مترجم: عطا محمد ڀنڀرو، ”سنڌ-هند جي قديم جاگرافي“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
46. امام غزالي، ”اندر تون اُجار“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2008ع.
47. امام غزالي / قليچ بيگ مرزا، ”ڪيميائي سعادت“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.
48. امداد حسيني ۽ سحر امداد، ”سنڌ جي ديني ادب جو ڪئٽالاگ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1971ع.
49. اُم ڪلثوم، شاهه، ڊاڪٽر، ”شاهه جي شاعريءَ ۾ استعارا ۽ تشبيهه نگاري جو جائزو“، شاهه عبداللطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي، 2004ع.
50. انصاري، اسحاق، ”پرين هن پار“، انيس انصاري اڪيڊمي لاڙڪاڻو، 2008ع.
51. انصاري، اشتياق، ”انيس انصاري فن ۽ شخصيت“، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2008ع.
52. انصاري، اشتياق، ”اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏ“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
53. انصاري، اشتياق، ”ووڙيم سڀ وٿاڻ“، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2006ع.
54. انصاري، اشتياق، ”جتي ماڻڪ ماڳ، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع“.
55. انصاري، اشتياق، ”خيما ڪاهوڙين“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1998ع.
56. انصاري، اشتياق، ”ڌرتي ماتا“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
57. انصاري، اشتياق، ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2003ع.
58. انصاري، بشير احمد، ڊاڪٽر، ”ٻارن جون بيماريون“، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2006ع.
59. لوٿو، مانيٽو، ”چيبل سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي“، (1973ع کان 1979ع)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1981ع.
60. اِي ايڇ ائٽيڪن / حسين بادشاهه، ”سنڌ گزيٽيئر“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
61. اي ايل هاشم / همسفر گاڏهي، ”هندستاني تهذيب جي ڪٿا“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2004ع.
62. اي جي اتم، ”سنڌيت جو ٻنڌڻ“ (۽ ٻيون ڪهاڻيون)، نئين دنيا پبليڪيشن، ماهيم، مبئي، 2002ع.
63. اي جي اتم، ”ڪلياڻ آڏواڻي“، ساهتيہ اڪيڊمي، نيو دهلي، ٻيهرون ڇاپو 2002ع.
64. اي جي اتم، ”منگهارام ملڪاڻي“، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 1993ع.
65. ايڇ ٽي سورلي / ڀنڀرو عطا محمد، ”ڀٽ جو شاهه“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.
66. ايس آر رائو / عطا محمد ڀنڀرو، ”سنڌو لکت ۽ ٻولي“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد 1994ع.
67. اين جي مجمعدار / عطا محمد، ڀنڀرو، ”سنڌ ۾ قديم ڪنڊرن جي کوٽائي“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو حيدرآباد، 1997ع.
68. اينيمري شمل / غلام حيدر ٻرڙو، ”سنڌي ادب جي ارتقا“، شهيد عبدالرزاق اڪيڊمي، مورو، 1981ع.
69. بخاري، استاد ”لوتون جو تون“، (ٻيو ڇاپو)، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1994ع.
70. بخاري، استاد ”بخاري جا قطعا“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2000ع.
71. بخاري، استاد ”ٽڙٽڙ تيڏيان ڳالهيان“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2002ع.
72. بخاري، استاد ”پير نه هٽن پوئتي“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2002ع.
73. بخاري، استاد، ”جستجو لا تقنطوا“، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 1993ع.
74. بخاري، استاد، ”زندگي زندگي“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو (ڇاپو ٻيو)، 2003ع.
75. بخاري، استاد، ”سوچون پٽڪا واڪا“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1990ع.
76. بخاري، استاد، ”ڪاري ڪڪر هيٺ“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1991ع.
77. بخاري، استاد، ”ڪوڪڙيا ڪلياڻ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1986.
78. بخاري، استاد، ”گيت اسان جا جيت اسان جي“، (ٻيو ڇاپو)، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 1994ع.
79. بخاري، استاد، ”ڳائي پيو جا ڳائي پيو“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 1999ع.
80. بخاري، استاد، ”گهڙيا سي چڙهيا“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2002ع.
81. بخاري، استاد، ”لهر لهر دريا“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو (ٽيون ڇاپو)، 2004ع.
82. بخاري، استاد، ”لهري لهري ۾ لالاڻ“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو (ڇاپو ٻيو)، 1995ع.
83. بخاري، استاد، ”ميلا ملهالا“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1994ع.
84. بخاري، استاد، ”نه غم نبريو نه ڪم نبريو“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 1993ع.
85. بخاري، استاد، ”ولولو ۽ ووڪ“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو جنوري 1994ع.

86. بخاري، استاد. "هڙئي هيج وطن جا". سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1998ع.
87. بخاري، استاد. "هي ڳجرا هي ڳوڙها" روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2004ع.
88. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ. "سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
89. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ. "سنگيت سنسار" (فرهنگِ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
90. بخاري، سيد محبوب علي شاهه. "سکر جون يادگيريون"، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، 2001ع.
91. بخاري، محمود شاهه، سيد ڊاڪٽر. "آزاديءَ جو امام"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1995ع.
92. برائن ڪوسلو / بلوچ، عبدالستار. "ڪامياب ڪاروباري زندگي"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2006ع.
93. بردو سنڌي. "ٽڙيون ميگهه ملهار" (شاعري)، سنگت پبليڪيشن، نوابشاهه 1961ع.
94. بردو سنڌي. "ٻوليون ٻس نه ڪن"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1988ع.
95. بروهي، داد محمد، ڊاڪٽر. "سبي جي ٻولي"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1992ع.
96. بروهي، عزيزالله "خالق جون سائنسي ڪاريگريون"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1994ع.
97. بروهي، علي احمد. "سڏن متي سڏڙا"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1996ع.
98. بروهي، علي احمد. "ڪک پن"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1996ع
99. بروهي، علي احمد. "وڻائي جا رنگ هزار"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
100. بلوچ، بيخود. "ٻوليون لوليون ٻارن جون"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1994ع.
101. بلوچ، خديجه پروفيسر. "ابوالحسن جي سنڌي"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
102. بلوچ، شاهه محمد. "ڊاڪٽر محمد علي قاضي ۽ لائبريرين شپ"، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1990ع.
103. بلوچ، صحبت علي. "سيتا جا سدا بهار ماڻهو"، سرڇهار پبليڪيشن، شاهه آباد، محلو دادو 2004ع.
104. بلوچ، عبدالستار. "اردو-سنڌي لغت"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد/ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
105. بلوچ، عبدالستار. "سنڌيڪا لغت"، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2006ع.
106. بلوچ، گل شير. "ڊاڪٽر غلام علي الانا جا چونڊ مضمون ۽ مقالا"، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1993ع.
107. بلوچ، گل شير (مرتب). "ڪوٽڙي ڪبير جو مختصر تاريخي جائزو"، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1990ع.
108. بلوچ، مجنون. "مسڪين جهان خان کوسو"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1998ع.
109. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "اردو-سنڌي لغت" (ٻيو ڇاپو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1989ع.
110. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر ۽ غلام مصطفيٰ خان، ڊاڪٽر. "سنڌي اردو لغت" (ٻيو ڇاپو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1989ع.
111. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "اسان جو ڳوٺ"، علي محمد خان بلوچ، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقو سنجهورو ضلع سانگهڙ، 1998ع.
112. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "ٻيلاين جا ٻول"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2008ع.
113. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "جنگناما"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
114. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "رهاڻ هيرن ڪاڻ" (جلد ٽيون)، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، 2003ع.
115. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر. "رهاڻ هيرن ڪاڻ" (جلد ائون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2007ع.
116. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سڄڻ سارينديٰ" (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا لکيل خط)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2005ع.
117. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سنڌ جي مڇي" (مٺي جي مڇي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
118. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سنڌ جي مڇي" (کاري جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1995ع.
119. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سنڌي ٻوليءَ جو اڳاٽو منظوم ذخيرو"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1993ع.
120. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ"، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، 2003ع.
121. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "سومرن جو دور"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.
122. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "قاضي قادن جو رسالو"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1999ع.
123. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "لطيف سالگره مخزن"، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز حيدرآباد/ ڀٽ شاهه، 1975ع.
124. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، مرتب. "چچ نامو"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2007ع.
125. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، مرتب. "شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام" (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2004ع.
126. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، مرتب. (مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي)، "تحفة الڪرام"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2004ع.
127. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "جامع سنڌي لغات"، جلد پهريون (ا-ڄ)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 2004ع.
128. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "جامع سنڌي لغات"، جلد ٻيو (ڇ-ڪ)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 2005ع.
129. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر. "جامع سنڌي لغات"، جلد ٽيون (ک-ي)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 2007ع.
130. بوبڪائي، مخدوم جعفر. "حاصلُ النهج"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1413ھ/ 1993ع.

